# مثنوي رومي

## مڪمل ڇهه ئي دفتر

مشرق جي ڏاهپ، تصوف، اخلاقيات ۽ سڌارڪ ڏارا جو شهپارو
مثنوي روميءَ جي بيتن جو سولو سنڌي ترجمو ۽ سمجهاڻي



تاليف
حضرت شيخ جلال الدين رومي رحمة الله عليه

سنڌيڪار
مولانا محمد رمضان مهيري

Sindhica
سنڌيڪا

مثنوی و مولوی و معنوی
ہست قرآں در زباں پہلوی

# مثنوي مولانا روم رحمة الله عليه

مشرق جي تصوف، ڏاهپ، اخلاقيات ۽ سڌارڪ ڌارا جو شهپارو
مثنوي روميءَ جي بيتن جو سولو سنڌي ترجمو ۽ سمجهاڻي
مڪمل ڇهه ئي دفتر

تاليف

حضرت مولانا جلال الدين رومي رحمة الله عليه

٦ ربيع الاول ٦٠٤هه-٦ جمادي الثاني ٦٧٢هه

سنڌيڪار

مولانا محمد رمضان مهيري

Sindhica
سنڌيڪا

كتاب نمبر

279




پهريون ڇاپو: 2010ع
ڪتاب جو نالو: مثنوي مولانا روم رحمة الله عليه
ليکڪ: مولانا جلال الدين رومي
سنڌيڪار: مولانا محمد رمضان مهيري
ڪمپوزنگ: فهيم احمد سولنگي
ڪمپيوٽر لي آئوٽ نديم احمد سولنگي
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

قيمت: =/800 رپيا (اعليٰ ايڊيشن)

"MASNAVI MOULANA ROOM"
(Sindhi Translation of Poetry Moulana Rumi)
By: Moulana Jalaluddin Rumi
Translated by: Muhammad Ramzan Maheri
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road,
Karachi-74400 Phone:021-32737290
www.sindhica.org
Email:sindhica_academy@yahoo.com

اسٽاڪسٽ

سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديہ پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 5628368-071،
سنڌيڪا بوڪ شاپ، جتوئي منزل حيدر چوڪ حيدرآباد فون: 03013594679 –
العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521 ، 3431115-0300
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، سکر - ڪانياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي - سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد - شاهہ لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهہ - عثمانيہ لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو، قاسميہ لائبريري ڪنڊيارو - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊيو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو - رحيم ڪتاب گهر مهراڻ چوڪ بدين - جنيد بوڪ اسٽور ۽ رشيد بوڪ اسٽور نئون چوڪ ، ممتاز ڪتاب گهر، اسٽيشن روڊ، دادو - حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - سعيد بوڪ اسٽور، گل ڪتاب گهر لڪي در شڪارپور - المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊيو، سانگهڙ - سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد - سرتاج ۽ گلزار بوڪ اسٽور، ڪنڊڪوٽ - ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز - ڪنول ڪتاب گهر، مورو - حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهہ - ٽر ڪتاب گهر، عمرڪوٽ - ديدار بوڪ ڊيو، ٽنڊوالهيار - رفعت بوڪ هائوس، ماتلي - مرچو لال پريمي، بدين - مڪتبہ يوسفيہ، ميرپورخاص. فون. 3319565-0300، عطار ڪتاب گهر، بدين، مهراڻ ڪتاب گهر، عمرڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو.

لکپڙهہ ۽ رابطي لاءِ
سنڌيڪا اڪيڊمي
B_24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ
ڪراچي 74400

# فهرست

## دفتر ٻيون .................................... 151

## دفتر چوٿون ........ 409

## دفتر ڇهون ........ 671

# پبلشر نوٽ

مثنوي مولانا جلال الدين روميؒ کان سموري دنيا خاص ڪري مشرق جي ڏاهپ، اخلاقياتي ۽ سڌارڪ ڌارا بخوبي واقف آهي. اسان سنڌين جي لاءِ مثنويءَ جي اهميت هن حوالي سان بہ آهي جو اسان جي سماج جو سڀ کان وڏو مسيح شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ پنهنجي علمي ۽ فڪري ماخذن جي طور تي قرآن مجيد ۽ مثنوي روميءَ کي هميشہ پاڻ سان گڏ رکندو هو. سفر حضر ۾ ڪائڻ پيئڻ ۽ پائڻ پهرڻ جي سامان بجاءِ ڳنڊڙيءَ ۾ ٻئي ڪتاب سنڌس ڪل ڪائنات رهندا هئا. انساني نفس جي اصلاح ۽ اخلاقن جي سڌاري جي باري ۾ قومن جي حوالي سان جيڪو واقعن ۽ قصن جو طريقو قرآن اختيار ڪيو ۽ فردن جي حوالي سان جيڪو ڪهاڻين جو طريقو مثنويءَ اختيار ڪيو، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي انهن ٻنهي طريقن جي سنگم سان سنڌي سماج ۾ قومي ۽ افرادي اخلاقي سڌاري جي واٽ اختيار ڪئي. سنڌس ڪمال اهو هو جو هُن انهيءَ ڪائنات رنگ کي مقامي رنگ ۽ مقامي ڪهاڻين جي پسمنظر ۾ وڏي ڪاميابيءَ سان نباهيو. ٻہ سؤ سالن تائين اسان سنڌي ماڻهن ۾ قومي ۽ افرادي سطح تي ان ڏاهپ ۽ سڌارڪ ڌارا جا اثر نسل در نسل هڪ قالب ۽ سانچي وانگر گهڙيل ڏسون ٿا. بدقسمتيءَ سان ويجهڙائيءَ وار اسان جا ڪجهہ نسل انهن سرچشمن سان پنهنجي قومي ۽ افرادي زندگيءَ جي تعمير وارو تعلق توڙي نفسي ۽ اخلاقي سڌاري واري نسبت وڃائي ويٺا آهن. نتيجي ۾ ويجهڙائي وارن ڏهاڪن ۾ جتي اسان قومي وحدت، اجتماعي سوچ ۽ اعليٰ انسان قدرن جي سرچشمن کان محروم رهڻ ڪري سخت خساري جو شڪار بڻيا آهيون، اتي ذاتي زندگيءَ ۾ بہ ماڻهپي جي جوهر جي کوٽ، نفسي مسئلن ۽ ويڳاڻپ اسان کي سماج ۾ مؤثر ۽ مثالي ڪردار ادا ڪرڻ جهڙو نہ ڇڏيو آهي. هينئر جڏهن صورتحال قومي زوال جي انتهائن کي ڇُهي رهي آهي انهيءَ ڪري اسان ضروري ٿا سمجهون تہ مشرقي ڏاهپ جي انهن هيڏي ساري سرچشمن سان پنهنجو اهو ساڳيو قلبي تعلق جوڙي تازو ڪريون جيڪو اسان جي مصلحن ۽ سڌارڪن اسان جي لاءِ پنهنجي قلمي ڪوشش جي ذريعي نروار ڪيو هو.

مثنوي رومي جو پهريون ڇاپو 1999ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي جي پاران شايع ٿيو هو جيڪو غلام محمد شاهواڻي جو ترجمو ڪيل هو. شاهواڻي صاحب مثنوي جا ٽي دفتر ترجمو ڪري سگهيو هو. ۽ هُن بيتن جي لفظي ترجمي بجاءِ هڪ ئي موضوع جي چئن پنجن بيتن جي مفهوم کي سامهون رکي نثري ترجمو ڪيو هو. اُنهيءَ ڪتاب جي اشاعت سنڌ ۾ نوجوانن، پڙهندڙن ۽ ساڃاهہ وندن کي بيحد متاثر ڪيو ۽ انهن جي پاران تقاضا ٿيندي رهي تہ مثنوي رومي جي ڇهن ئي دفترن تي مشتمل مڪمل ترجمو شايع ڪجي. سنڌيڪا جي پاران اهو ڪم سنڌ جي ناليواري عالم مولانا محمد رمضان مهيريءَ کي سونپيو ويو ۽ اُن ڪاهوڙي عالم اهو ڪم مختصر عرصي ۾ مڪمل ڪري سنڌيڪا اڪيڊمي جي حوالي ڪيو. اسان محترم علي حسن چانڊيو جا ٿورائتا آهيون جنهن هن ڪتاب جي پروف ريڊنگ ۽ ايڊيٽنگ ۾ پاڻ موکيو.

اسان کي اميد آهي تہ هيءَ ڪتاب سنڌ جي سوچ، ڏاهپ ۽ فڪري ڌارائن جي لاءِ آبِ حيات جو ڪم ڏيندو ۽ خاص ڪري سنڌ جا نوجوان پنهنجي شخصي تعمير ۽ قومي وحدت جي تشڪيل جي لاءِ هن ڪتاب مان ڀرپور اثرپذيري حاصل ڪندا.

**نور احمد ميمڻ**
چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي

# سنڌيڪا رپارن په اکر

سڀ ثنائون ۽ ساراهون اُن صاحب کي جُڳائين جيڪو ٻنهين جهانن جو پالڻهار آهي. درود ۽ سلام رسول مقبول ﷺ تي ۽ اُن جي آل اطهار ۽ اصحابن تي جيڪي ستارن وانگر رهبر ۽ راهنما آهن.

حمد ۽ صلواه کانپوءِ هي ٻانهون احقر حقير پر تقصير فقير محمد رمضان ولد حاجي سائينداد ولد حاجي محمد عمر مهيري عرض ٿو ڪري ته مثنوي شريف حضرت مولانا جلال الدين رومي رحمه الله ستن صدين کان صوفين سڳورن لاءِ حرز جان رهي آهي. مُصنف کي حياتِ جاوداني هن ڪتاب عطا ڪئي. هن ڪتاب جي مقبوليت جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو ته سيئي ايراني تصنيفون هن جي مقابلي ۾ هيچ ٿي ويون. هن مثنوي ۾ ڪُل شعر ٻه هزار ڇهه سو ڇاهٺ (٢٦٦٦ ) آهن. اسان جي اڳوڻي سنڌ سڳوريءَ جا بزرگ، عالم ۽ خانقاهن جا صوفي بزرگ مثنوي شريف جو درس هلائيندا هئا پوءِ جڏهن آهستي آهستي فارسيءَ جو اثر ختم ٿيو تڏهن مثنوي شريف جو درس ختم ٿي ويو. هاڻي اهي نه ساقي رهيا نه محبت وارا مٽ.

اهڙي علمي انحطاط واري دور ۾ صاحبِ ذوق ماڻهن کي لفظي ترجمو چاشني وارو لُطف ۽ مزو نه ڏي ها، بامحاوره ترجمو ڏيگهه جي ڪري مطلب رساني تائين انتظار جي عذاب ۾ وجهي ها، انهيءَ ڪري مون ٽيون طريقو اختيار ڪيو آهي جنهن کي ترجماني وارو ترجمو چئجي ته بهتر ٿيندو. مون پوري ڪوشش ڪئي آهي ته مصنف جي ڳالهه کي آسان انداز ۾ اوهان تائين پهچايان، جيڪڏهن ڪٿي مون کان لغزش، خطا يا غلطي ٿي هجي ته بزرگ رومي رحمه الله جي روحاني شاگرد ۽ مريد حضرت شاه سائين عبداللطيف ڀٽائي رحمه الله بقول جي ته،

پائي پاند ڳچي ۾، اڳڻ جي اچن
اوڳڻ عيب ڪڇائيون ڏکڻ تي ڏکجن
توڙي لک هجن، ته ٻه معافيون ڏجن ميڙدرا

جيڪڏهن قارئين کي ڪا سَهو نظر اچي ته راقم کي اطلاع ڪن ته ايندڙ اشاعت ۾ اُن جي درستي ڪئي وڃي. ترجمي جي ترتيب هن طرح آهي ته عنوان جو پورو ترجمو ڏنو ويو آهي. ان کانپوءِ هيٺ ايندڙ بيتن مان هڪ ٻن بيتن جو بامحاوره ترجمو ڏيئي پوءِ مفهوم واري طريقي سان بيت فارسيءَ جا ڇڏي معنيٰ جي موتين کي لڙهيءَ ۾ پوئڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي هن ترجمي جو ڪم مون کي سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي پارن پنهنجي حقن ۽ واسطن سان سپرد ڪيو ويو. آئون سنڌيڪا اڪيڊميءَ چيئرمين محترم نور احمد ميمڻ صاحب ۽ سندس ٽيم جو ٿورائتو آهيان جن منهنجي هن ڪيل محنت کي پڙهندڙن تائين پهچايو آهي. الله تعاليٰ کان دعا آهي ته الله تعاليٰ هن ترجمي کي اصل وانگر مقبول فرمائي ۽ منهنجي لاءِ ٻنهين جهانن جو وسيلو فرمائي، آمين يا سيد المرسلين.

والسلام

**محمد رمضان مهيري**

# مختصر احوال
# مولانا جلال الدين رومي رحمة الله عليه

مولانا جلال الدين رومي رحمة الله عليه جو اصل نالو محمد هو، پوءِ سندس لقب جلال الدين مشهور ٿيو. جيئن ته هن نندپڻ کان وٺي پڇاڙيءَ تائين روم (ايشيائڪ ترڪي جو اصلوڪو نالو) ملڪ ۾ گذاريو هو، تنهنڪري ”رومي“ سڏجڻ ۾ آيو.

مولانا جلال الدين رحمة الله عليه تاريخ 6 ربيع الاول هجري ٦٠٤ هجري (30 سيپٽمبر سنه 1207ع) ۾ بلخ شهر ۾ ڄائو هو، جو سندس اباڻو وطن هو. سندس ڏاڏو حسين بن احمد خطيبي (رحمة الله عليه) وڏو مشهور صوفي درويش هو، جنهن کي وقت جا بادشاهه به گهڻي عزت ڏيندا هئا. خراسان جي بادشاهه محمد خوارزم شاهه پنهنجي ڌيءَ جو سڱ حسين بلخي رحمة الله عليه کي ڏنو هو، جنهن مان مولانا رومي جو والد شيخ بهاءُ الدين صوفي رحمة الله عليه پيدا ٿيو. بهاءَ الدين بلخي رحمة الله عليه به وقت جو ڪامل صوفي درويش هو. ان وٽ خلق جي تمام گهڻي اچ وڃ ۽ ميڙتا ڏسي وقت جي حڪومت کي ڪي سياسي شڪ شبها پيدا ٿيا، تنهن ڪري شيخ بهاءُ الدين بلخي رحمة الله عليه ٽن سون خاص مريدن سميت بلخ مان هجرت ڪئي. ان وقت مولانا رومي جي عمر ڇهه ورهيه هئي. شيخ بهاءُ الدين رحمة الله عليه سفر ڪندي پنهنجي اٽالي سميت جڏهن نيشاپور ۾ پهتو، تڏهن فريد الدين عطار (رحمة الله عليه) سندس زيارت لاءِ آيو. مولانا رومي رحمة الله عليه جي چمڪندڙ پيشاني ڏسي شيخ بهاءُ الدين رحمة الله عليه کي عرض ڪيائين ته، ”هن ننڍڙي املهه ماڻڪ جي خبرداريءَ سان سنڀال ڪجو، انشاء الله تعاليٰ ڏينهن جو ڏيو ٿيندو.“

شيخ بهاءُ الدين بلخي بغداد، حجاز، شام، زنجان کان سفر ڪندو روم (ايشيائڪ ترڪي) جي شهر قونيه ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي ۽ اتي تاريخ ١٨ ربيع الثاني هجري ٦٢٨ هه ۾ رحلت ڪيائين. ان وقت مولانا رومي رحمة الله عليه جي عمر چوويهه ورهيه هئي.

مولانا رومي رحمة الله عليه کي شروعاتي تعليم سندس والد صاحب ڏني هئي، پوءِ سندس والد جو خاص مريد سيد برهان الدين محقق مشهور عالم ۽ درويش سندس اتاليق (استاد) مقرر ٿيو. والد جي وفات کان هڪ سال پوءِ مولانا رومي رحمة الله عليه حلب شهر جي ”جلاديه مدرسي“ ۾ وڃي تعليم ورتي، جتي ”تفسير، حديث ۽ فقه“ ۽ عربي زبان جي ٻين علمن ۾ نهايت قابل ٿي ويو.

"مدرسہ جلاديہ" مان "دستار فضيلت" (قابليت جي سند) حاصل ڪرڻ بعد مولانا رومي ؒ قونيہ ۾ موٽي آيو ۽ اتي ديني علمن جي تعليم جو مدرسو اچي کوليائين، جتي پاڻ تعليم ڏيندو هو، وعظ ڪندو هو ۽ شرعي فتوائون لکندو هو ۽ پوريءَ طرح عالمانہ زندگي گذاريندو هو ۽ صوفيانہ "سماع" کان پرهيز ڪندو هو.

مولانا شمس تبريزي (ؒ) جيڪو مشهور خدا شناس صوفي هميشہ سوداگرن جي لباس ۾ ملڪن جا ملڪ گهمندو وتندو هو، جتي ويندو هو اتي مسافر خاني ۾ رهندو هو، سماع ۽ فقيراڻين مجلسن ۾ مشغول رهندو هو، انهيءَ ڪري هو ملڪن ۾ مشهور هو ۽ شهر شهر ۾ سندس طالب ۽ مريد هئا، اهو ڪنهن ڏينهن قونيہ شهر جي مسافرخاني ۾ اچي لٿو. شهر ۾ هل پئجي ويو، تہ شمس تبريز ؒ شهر ۾ آيو آهي.

قونيہ شهر جو وڏي ۾ وڏو مولوي ۽ تقويٰ جو صاحب مولانا رومي ؒ هوندو هو، تنهن جڏهن شمس تبريز ؒ جي اچڻ جي خبر ٻڌي، تڏهن عالمانہ لباس پائي پنهنجا خاص شاگرد پاڻ سان ڪري سمافرخاني ۾ شمس تبريزي ؒ سان ملاقات ڪرڻ ويو ۽ ارادو هوس تہ هن جا ڪي غير شرعي ڪم هجن، تہ انهن جي ڇڏڻ لاءِ هدايت ڪريانس، جڏهن شمس تبريزي ؒ سان اچي ملاقات ڪيائين ۽ پاڻ ۾ ڪجھ وقت تائين شريعت ۽ طريقت بابت گفتگو ۽ سوال جواب ڪيائون ۽ اکيون اکين سان مليون وين، تڏهن شمس تبريزي اهڙي ڪا روحاني نظر ڪئي، جو مولانا رومي ؒ عالمانہ لباس لاهي ڦٽو ڪري شمس تبريزي ؒ سان گڏ ويهي "سماع" ڪرڻ لڳو هن سان گڏ چلو ڪڍي مراقبي ۾ ويهي رهيو.

قونيہ شهر جي عام خاص، ننڍن وڏن، مردن توڙي زالن ۾ هاءِ هاءِ! ۽ ترتلو پئجي ويو، تہ هي ڪهڙو جادوگر آيو آهي، جنهن اسان جو عالم سڳورو مست ڪري ڇڏيو آهي. آخر ڪي ماڻهو شمس تبريزي ؒ کي قتل ڪرڻ لاءِ بہ سنبريا. شمس تبريزي ؒ تہ رمتو فقير هو، سو راتو واهہ قونيہ مان نڪري ويو ۽ وڃي دمشق کان نڪتو. شمس تبريزي ؒ جي گم ٿي وڃڻ کان پوءِ هن جي فراق ۾ مولانا روميءَ هيڪاري حال کان بي حال ٿي ويو. آخر مولانا رومي جو فرزند سلطان ولد ڪجھ جيترا ماڻهو ساڻ ڪري مولانا رومي کان هڪڙو خط، جو نهايت درد ڀريل نظم جي صورت ۾ هو، سو وٺي شمس تبريزيؒ کي ڳولڻ نڪتو ۽ آخر دمش مان هن کي وٺي اچي قونيہ ۾ مولانا روميؒ وٽ رهايائين. ٻہ ورهيہ مولانا شمس ۽ مولانا روميؒ پاڻ ۾ روحاني رهاڻيون ڪيون، تنهن کان پوءِ هجري سنہ ٦٤٥ ۾ مولانا شمس اوچتو گم ٿي ويو ۽ وري روءِ زمين تي پڌرو نہ ٿيو. "نفحات الانس" ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ مولانا شمسؒ کي مولانا رومي جي ٻئي فرزند علاؤ الدين قتل ڪرائي سندس لاشوئي گم ڪرائي ڇڏيو هو.

مولانا شمس تبريزي ؒ جي شهادت کان پوءِ مولانٰ رومي (ؒ) جو درد ۽ فراق زياده ڇيهون ڪرڻ لڳو. قونيہ شهر ۾ شيخ صلاح الدين نالي هڪ درويش سوناري رهندو هو. جو سيد برهان الدين محقق ۽ خدا رسيده جو مريد هوندو هو، سو پنهنجو ڏنڌو ڦٽو ڪري مولانا روميؒ جي دل کي گهڻو ٺاريو ۽ آرام بخشيو. نون ورهين کان پوءِ شيخ صلاح الدين وفات ڪئي، جنهن جي تربت مولانا روميؒ پنهنيج والد جي تربيت سان گڏ ٺهرائي.

شيخ صلاح الدين جي وفات کان پوءِ شيخ حسام الدين چلپي، جيڪو مولانا روميؒ جو نهايت پيارو ۽ سعادتمند مريد هوندو هو، سو اچي سندن صحبت ۾ رهيو. مولانا روميؒ ۽ شيخ حسام الدين هڪٻئي جو اهڙو ادب رکندا هئا، جو سمجهي ڪين سگهبو هو تہ ٻنهي مان ڪهڙ مرشد آهي ۽ ڪهڙو مريد آهي. مولانا روميؒ "مثنوي شريف" ۾

جيتري قدر مولانا شمس تبريزيؒ ۽ شيخ صلاح الدين جي نيڪي ڳائي آهي، تنهن کان گهڻو وڌيڪ شيخ حسام الدين چلپي جون نيڪيون بيان ڪيون اٿس.

شمس تبريزيؒ جي ملاقات ۽ صحبت کان پوءِ مولانا روميؒ جا مدرسا ۽ وعظ ڇٽي ويا. هو سدائين عبادت، مراقبي سماع ۾ گذاريندو هو. درويشن ۽ مريدن جون قطارن جون قطارون هر وقت سندس محفل ۽ مجلس ۾ حاضر رهنديون هيون. ذڪر ۽ سماع جي لولي لڳي پئيهوندي هئي.

وقت جا حاڪم ۽ امير سندس زيارت لاءِ ايندا هئا ۽ قيمتي نذرانا اڳيائنس اچيو رکندا هئا، سڀ خير خيرات ۾ ڏيو ڇڏيندو هو. سندس عيال هميشہ مسڪينيءَ جي زندگي بسر ڪندو هو.

مولانا روميؒ انهٺ ورهين جي ڄمار ۾ تاريخ ٦ جمادي الثاني هجري سنہ ٦٧٢ ۾ قونيہ شهر ۾ وفات ڪئي. جتي سندس عاليشان درگاهہ اڄ تائين قائم آهي.



حاش للہ! ایں حکایت نیست ایں
نقد حال ما و تست اے خوش بہیں

ترجمو: خبردار! الله الله ڪر! هي ڪي سڪٽيون آڪاٽيون نہ آهن، پر ويچار سان پڙهي ڏس، تہ انهن ۾ انسان جي ۽ تنهنجي موجوده حال جو نقشو چٽيل آهي.

”مون هيءَ ’مثنوي‘ جا نظم جي صورت ۾ لکي آهي، تنهن ۾ اڻ لب ۽ عجيب نڪتا، روشني پريل ڳالهيون ۽ هدايت جا موتي سمايل آهن. هن ۾ زاهدن لاءِ زهد جو رستو ڏيکاريل ۽ عابدن جي لاءِ عبادت جو باغ برسايل آهي. هن ۾ لفظ محدود، مگر معنائون غير محدود رکيل آهن.“

(مولانا روميؒ)

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# دفتر پهريون

**بانسريءَ جي درد ڀري دانهن**

بشنو از نے چوں حکایت می کند
و ز جدائی ہا شکایت می کند

ترجمو: ”بانسريءَ کان ٻُڌ! ڇا بيان ڪري ٿي ۽ جدائيءَ جي ڪهڙي شڪايت ڪري ٿي.“

چوي ٿي ته جڏهن مون کي بانس جي ٿاريءَ مان ڪٽيو ويو آهي، منهنجي دانهن کان مرد ۽ عورتون سڀ روئن ٿا. آئون اهو سينو چاهيان ٿي جيڪو جدائي کان ٽُڪرا ٽُڪرا هجي، تان ته آئون عشق جي درد جو تفصيل ٻڌايان، جيڪو پنهنجي وصل جو زمانو وري ڳوليندو آهي. آئون هر مجمع ۽ جماعت ۾ رُنيس، سُٺن وقتن ۾ (جن ماڻهن پنهنجي حالت سڌاري) ۽ بد احوال ماڻهن سان به رهي آهيان جن دنيا سان لنئون لڳايو. هر شخص پنهنجي خيال مطابق منهنجو ساٿاري ٿيو پر ڪنهن به منهنجي اندر جي رازن جي ڳولا نه ڪئي! جيڪو منهنجي دانهن کي ٻڌي لِڪل غم کي سمجهي سگهي. منهنجو راز منهنجي دانهن کان پري نه آهي پر اک ۽ ڪن لاءِ اهو نور نه آهي يعني اهو باطني نور جنهن سان منهنجو راز ڏسي ۽ ٻُڌي سگهي. بدن روح کان ۽ روح بدن کان لِڪل نه آهي پر ڪنهن لاءِ روح کي ڏسڻ جو دستور نه آهي. بدن روح جو مشاهدو نٿو ڪري سگهي. بانسري جو اهو آواز باهه آهي، هوا نه آهي. جنهن ۾ اها باهه نه آهي اهو نيست و نابود ٿئي! مطلب ته بي عشق انسان جو موت بهتر آهي. بانسري ۾ عشق جو سوز آهي ۽ شراب ۾ عشق جو جوش آهي. بانسري اُن جي ساٿي آهي جيڪو يار کان ڪٽيل/ جدا هجي. اُن جي راڳن اسان جي دل جا پردا ڦاڙي ڇڏيا آهن. بانسري جهڙو ساٿي ۽ عاشق ڪنهن ڏٺو آهي؟

بانسري ۾ زهر به آهي ۽ ترياق به آهي. بانسري خطرناڪ رستي جي ڳالهه ڪري ٿي. مجنون جي عشق جا قصا بيان ڪري ٿي: بانسري وانگر ڇڻ ته اسين ٻه مُنهنان آهيون. هڪ مُنهن اُن جي چپن ۾ لِڪل آهي. بانسري جو هڪ مُنهن بانسري وڄائڻ واري جَي مُنهن ۾ لِڪل هوندو آهي. اُن جي ٻئي مُنهن مان جيڪو آواز اچي ٿو اهو حقيقت ۾ بانسري وڄائڻ واري جو ئي آهي. اهڙي طرح اسان جا سيئي ڪم مشيتِ ايزدي جي ڪري آهن. بانسري جي ظاهري سوراخ مان جيڪا دانهن ظاهر ٿي رهي آهي اهو اُن سوراخ جو آواز آهي جيڪو بانسري وڄائڻ واري جي وات ۾ لِڪل آهي. ان بانسري جو آواز اُن ڦوڪ جي ڪري آهي. روح جو گوڙ ۽ شور ان جي تنبيهن جي ڪري آهي. ان هوش جو رازدان بيهوش کان سواءِ ڪو نه آهي. زبان جو خريدار ڪَنّ جهڙو ڪو نه آهي. بانسري جي فرياد جو جيڪڏهن ڪو نتيجو نه هجي ته بانسري دنيا کي عشق جي مِٺاڻ سان نه ڀري ها! فِراق جي غم جو زمانو بيڪار گذري ٿو ۽ سوزش کان سواءِ ڪجهه حاصل نٿو ٿئي. محبوب جيڪڏهن باقي آهي ته فراق جي ڏينهن جي بربادي جي ڪا پرواهه نه آهي. جيئن مڇي پاڻيءَ مان ڍؤنتي ڪري، تيئن عاشق عشق جي درياءَ مان ڪڏهن ڍؤ نٿو ڪري. ڪامل عاشق جا احوال

ناقص نٿو سمجهي سگهي. ڪمالِ عِشق جون ڳالهيون عام ماڻهن ڪي ٻڌائڻ بيڪار آهي. شراب ۾ اهو جوش ڪٿي جيڪو عشقِ صادق ۾ آهي. آسمان جو سير ۽ گردش مشهور آهي پر عاشق صادق جو سير ان ڪان ڪيترا درجا وڌيڪ آهي. عاشق پنهنجي منزلن جي سير جون ڳالهيون عام ڪي ٻڌائي ته اهي انهن جا متحمل نٿا ٿي سگهن. عشق ۾ ڪمال جو رستو هي آهي ته انسان الله جي غير جي قيد ۽ بند ڪان آزاد ٿي وڃي. دنيا جي حرص ۽ هوس ڪي ظاهر ڪندي فرمائي ٿو ته جيڪڏهن تون درياءَ ڪي هڪ پِيالي ۾ وجهندين، تڏهن به حريصن جي اک جو پيالو نه ڀربو. جڏهن سِپ مينهن جو هڪ ڦڙو ڪٽي جهٽي وات بند ڪري ٿي تڏهن اُن ۾ موتي بنجي ٿو.

عشق جي جذبي سان ئي نفساني رذائل پري ٿين ٿا. عشق جي جنون ڪان بهتر ڪا شيءِ نه آهي، اهوئي سيني نفساني رذائل جو معالج آهي. تڪبّر ۽ مرتبي جي محبت واري بيماري ان سان ئي سجاتي وڃي ٿي. اهوئي انهن بيمارين جو افلاطون ۽ جالينوس آهي (افلاطون حضرت عيسيٰ عليه السلام جي زماني جو مشهور حڪيم آهي، جالينوس روم ۽ مصر جو مشهور حڪيم آهي ٿي گذريو جنهن جو مشهور شاگرد بُقراط آهي) حضور صلي الله عليه وسلم ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام ڪي آسماني معراج عِشق سان حاصل ٿيو. ڪوهِ طور جو زلزلو عِشق جي تجليءَ جي ڪري هو. اي عاشق! عشقِ طور جان بناءِ، طور مست بنيو ۽ موسيٰ عليه السلام بيهوش ٿي ڪري پيو. بانسري جي سُرن جي هيٺاهين ۽ مٿاهين ۾ وحدت الوجود جو راز پوشيده آهي. جيڪڏهن ان مسئلي ڪي واضح ڪيو ويندو ته عوام نه سمجهي سگهندو ۽ گڙٻڙ پکڙندي. انهن ٻنهين معاملن ۾ بانسري جيڪي چوي ٿي، اهو جيڪڏهن آئون بيان ڪريان ته دنيا تباهه ٿي وڃي.

جيڪڏهن آئون پنهنجي يار جي چپن سان مليل هجان ته بانسري وانگر چوڻ جون ڳالهيون چوان ها. جيڪو شخص دوست ڪان جدا هجي اهو بي سهارو ٿيو، جيتوڻيڪ سَوَ سهارا رکندو هجي. بلبل بهار جي موسم ۾ پنهنجي چُڻ پُڻ ۾ پنهنجي عشق جو داستان ٻڌائيندي آهي. خزان جي موسم فراق جي موسم آهي ان ۾ خاموش ٿي ويندي آهي.

جڏهن گُل ويا ۽ باغ ويران ٿيو تڏهن فراق يار جي خوشبوءَ تسلي جو سبب هوندي آهي. خدا جو هڪ ئي وجود آهي جيڪو سڄي ڪائنات ۾ موجود آهي. مُمڪن جو وجود خالي اِن جو هڪ پردو آهي. خدا جي رحمت جڏهن ٻانهي جي شامل حال نه هجي ته اهو ٻانهو بنا پرن جي پکيءَ وانگر آهي. اُن جو عشق اسان جي لاءِ ڦاهي جو ڪم ڪري ٿو. ان جا وار دوست جي ڳچيءَ تائين وڃي وڃن ٿا. جيستائين نورِ خداوندي شاملِ حال نه هجي انسان مدهوش آهي. عشقِ خداوندي جي تقاضا آهي ته هر دل تي اُن جي تجلي هجي پر زنگ آلود دل تجلي ڪي قبول نٿي ڪري. عشق چاهي ٿو ته اها ڳالهه ظاهر هجي. تنهنجي آئيني تي عڪس نه پوي ته پلي نه پوي، توکي خبر آهي ته تنهنجي آئيني تي عڪس ڇو نٿو پوي؟ هِن ڪري ته زنگ ۽ ڪٽ اُن جي چهري ڪان جُدا نه آهي. صاف قلب تي رب جي تجلين جو ظهور ٿيندو آهي. وڃ، آئيني جي چهري تان زنگ صاف ڪر، ان ڪانپوءِ نور حاصل ڪر. ان حقيقت ڪي دل جي ڪن سان ٻُڌ، تان ته تون مادي جسم مان ٻاهر نڪري اچين. انسان پهريان روح جي تربيت ڪري، ان ڪان پوءِ عشق جي رستي تي گامزن ٿئي.

**بادشاهه جو هڪ ٻانهيءَ تي عاشق ٿي خريد ڪرڻ، پوءِ ٻانهيءَ جو بيمار ٿيڻ ۽ علاج ڪرائڻ**

بشنوید اے دوستاں ایں داستاں
خود حقیقت نقدِ حالِ ماست آں

ترجمو: ”اي دوستو! هن قصي ڪي ٻڌو، اهو اسان جي ئي حال جي حقيقت آهي.“

اسان ڪي روح جي بيمارين جي ازالي لاءِ هڪ اهڙي طبيب جي ضرورت آهي جهڙو ٻانهيءَ جو علاج ڪندڙ هو. جيڪڏهن اسين پنهنجي اصلاح ڪنداسون ته دنيا ۽ آخرت جي فائدي مان بهره ور ٿي سگهنداسون. اڳين زماني ۾

هڪ بادشاهه هو (جنهن جي حڪومت) دنيا ۽ دين جي مُلڪ تي هئي. مطلب ته اهو دنيا جي دولت جو مالڪ هو ۽ نيڪ عمل ڪندڙ به هو. اتفاقاً هڪڙي ڏينهن بادشاهه شڪار جي لاءِ پنهنجي خاص ماڻهن سان گڏ سوار ٿيو. شڪار لاءِ جهر جهنگ ڦِرندو رهيو. هو اوچتو عشق جي ڄار ۾ ڦاسي پيو رستي تي بادشاهه هڪ ٻانهي ڏٺي. بادشاهه اُن ٻانهيءَ جو غلام بڻجي ويو، پوءِ پئسن سان اها ٻانهي خريد ڪيائين. تقدير سان اها ٻانهي بيمار ٿي پيئي.

هڪڙي شخص وٽ گڏهه هو پر پلاڻ ڪونه هو، جڏهن پلاڻ هٿ ڪيائين ته گڏهه کي بگهڙ کائي ويو. اُن وٽ پيالو هو پر پاڻي هٿ نه آيو، جڏهن پاڻي مليو ته پيالو ٽُٽي پيو.

هن دنيا ۾ پوري ڪاميابي حاصل نٿي ٿئي. بادشاهه ٻانهي خريد ڪئي پر اُن جي بيماري جي ڪري اُن مان لطف اندوز نه ٿي سگهيو. ساڄي کاٻي کان بادشاهه طبيبن کي گڏ ڪيو. طبيبن چيو ته معشوق جو موت عاشق جو موت آهي. بادشاهه چيو ته منهنجي جان معمولي آهي پر منهنجي جان جي جان اها آهي. آئون ڏکايل ۽ زخمي آهيان، منهنجو علاج اهو آهي. جنهن منهنجي جان جو علاج ڪيو اهوئي منهنجا موتي ۽ مرجان ڪٽندو. سيني طبيبن چيو ته اسين پوري ڪوشش ڪنداسون ۽ پاڻ ۾ مشوري سان علاج ڪنداسون. اسان منجهان هر هڪ دنيا جو مسيح آهي، اسان وٽ هر درد جو مرهم آهي، تڪبر جي ڪري انهن انشاءَ الله نه چيو ته خدا انسان جي مجبوري انهن تي واضح ڪري ڇڏي. هونئن خالي زبان سان انشاءَ الله چوڻ ڪا خاص معنيٰ نٿو رکي. دل ۾ هيءُ يقين هجڻ گهرجي ته هر ڪم الله جي مشيت سان آهي. جيڪڏهن دل جو اهو عقيدو مضبوط آهي ته زبان سان نه چوڻ ۾ به ڪو حرج نه آهي. طبيبن سيئي حيلا هلايا پر بيماري وڌندي ويئي. ان ڪري ٻانهي وار جهڙي ڪمزور ٿي ويئي. بادشاهه جون اکيون رت جا ڳوڙها ڳاڙينديون رهيون. جڏهن موت ايندو آهي ته طبيب بيوقوف بڻجي ويندو آهي، دوا فائدو نه ڏيندي آهي. سڪنجبين صفراء کي گهٽائيندي آهي پر تقدير سان ان صفراء کي وڌايو. بادام تري ۽ آلاڻ پيدا ڪندو آهي پر ان خشڪي پيدا ڪئي. هريڙ قبض ڪشا آهي پر اُن قبض پيدا ڪيو. بدن جو پاڻي گاسليٽ وانگر باهه ٿي ويو. طبيبن جي علاج سان بيماري ۾ اجان وڌيڪ اضافو ٿي ويو. اکين ۾ ساڙو ۽ دل درد سان پرجي ويئي. طبيبن کي ڏنو ٽيڙو پيو.

**طبيبن جو عاجز ٿيڻ، بادشاهه کي خبر پوڻ ۽ حقيقي بادشاهه ڏانهن رُخ ڪرڻ**

شه چوں عجز آں طبیباں را بدید
پا برہنہ جانبِ مسجد دوید

ترجمو: "بادشاهه جڏهن طبيبن جي بيوسي ڏٺي ته اگهاڙي پيرين مسجد ڏانهن ڀڳو."

مسجد ۾ ويو، محراب ڏانهن مُنهن ڪيائين. بادشاهه جي لُڙڪن سان سجدي جي جڳهه آلي ٿي ويئي. جڏهن هوش ۾ آيو، مدح ۽ ثنا ۾ زبان خوب کوليائين: اي مالڪ! هيءَ دنيا جي سلطنت تنهنجي معمولي بخشش آهي، آئون ڇا چوان؟ تون خود پوشيده ڳالهه ڄاڻين ٿو. اسان جو ۽ سيني طبيبن جو حال تنهنجي عام مهرباني اڳيان بيڪار آهي. ٻهرين غلطي هيءَ ٿي ته طبيبن تي ڀروسو ڪيوسين. تون علام الغيوب آهين، توکي حال ٻڌائي رهيو آهيان. تو فرمايو آهي ته: اُدْعُوْنِيْٓ اَسْتَجِبْ لَكُمْ ۭ (المؤمن-٦٠) "مون کان گهرو آئون پوري ڪندس." جڏهن بادشاهه تہ دل فرياد ڪيو، ته مالڪ جي بخشش جو دريا جوش ۾ آيو. روئندي روئندي بادشاهه کي ننڊ اچي ويئي، خواب ۾ ڏٺائين ته هڪ بزرگ ظاهر ٿيو جنهن چيو ته اي بادشاهه! بشارت آهي. تنهنجون حاجتون پوريون ٿي ويون، جيڪڏهن سڀاڻي ڪو اجنبي شخص اچي ته اهو اسان جو موڪليل آهي، اُن کي سچو ۽ امانتدار سمجهج. اُن جي علاج ۾ جادوءَ جو اثر ۽ مزاج ۾ خدا جي قدرت ڏسج. بادشاهه ستو پيو هو، اهو خواب ڏٺائين، سجاڳ ٿيو. ٻانهيءَ جي غم ۾ غلامن وانگر مجبور هو. هاڻي اها خوشخبري ٻڌي، بادشاهن وانگر غم کان آزاد ٿي ويو. جڏهن وعدي جو ٽائيم آيو. ڏينهن ٿيو، سج نڪتو،

تارا غائب ٿي ويا. بادشاهه منتظر هو تان ته اُن راز کي ڏسي جيڪو مٿس ظاهر ٿيو هو. بادشاهه هڪ شخص ڪامل پُر هنر ڏٺو جيڪو اوندهه ۾ سج هو، اهو شخص عبادت ۽ رياضت جي ڪري نحيف، لاغر ۽ ڪمزور هو پر عيد جي چنڊ وانگر هو. جيئن خيال ڪڏهن موجود هوندو آهي ته ڪڏهن معدوم، دنيا جو وجود به ائين محض خيال آهي. اهو شخص به پري کان ائين هو. الله وارن جا خيالات علومِ باري جو پرتو آهن، انهيءَ ڪري اهي ثابت ۽ قائم آهن.

الله واري کي نور سان سڃاڻي سگهجي ٿو. بادشاهه به اهلِ دل هو انهيءَ ڪري اُن سڃاڻي ورتو. بادشاهه دربانن جي بجاءِ اڳتي وڌيو ۽ پنهنجي غيبي مهمان جي اڳيان آيو. جڏهن اُن جو استقبال ڪيائين تڏهن چڻ ته ڪنڊ گُلاب جي پنن سان ملي. ٻئي هڪ جان ۽ قالب ٿيا، ٻئي ائين متحد ٿيا جيئن هڪ اُڃايل ۽ پاڻي، هڪ مست ۽ شراب. هُن چيو ته منهنجو معشوق تون هئين، پر هن دنيا ۾ ڪم مان ڪم نڪرندو آهي. ٻانهيءَ جو عِشق ان غيبي مهمان جي ملاقات جو سبب بنيو. آئون تنهنجو اهڙو ئي خدمت گذار آهيان جهڙي طرح حضرت عمر رضي الله عنه حضور صلي الله عليه وسلم جو هو.

## اديب بنجڻ جي خواهش ۽ بي ادبيءَ جي نحوست

از خدا جوئيم توفيقِ ادب

بے ادب محروم ماند از فضلِ رب

ترجمو: ”اسين خدا کان ادب جي توفيق گهرون ٿا، ڇوته بي ادب خدا جي فضل کان محروم رهيو.“

عام چوڻي آهي ته ”با ادب بانصيب، بي ادب بي نصيب“. بي ادب جهان جي تباهيءَ جو سبب هوندو آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام جي قوم بني اسرائيل وٽ قدرتي طور تي ”من“ جيڪو ترنجبين وانگر هڪ شيءِ هئي ۽ ”سلويٰ“ هڪ ٻٽير وانگر پکي هو، ايندا هئا پر انهن بي ادبيءَ سان ٿوم ۽ مسور دال جي خواهش ڪرڻ شروع ڪئي. بي ادبيءَ جي ڪري آسمان مان ماني بند ٿي وئي، ڪوڏر پوک ۽ ڏانٽي جو غم باقي رهجي ويو. حضرت عيسيٰ ع جڏهن سفارش ڪئي ته الله تعاليٰ دستر خوان ۽ طباق ۽ غنيمت جو مال موڪليو. حضرت عيسيٰ عليه السلام اَنْزِلْ عَلَيْنَا مَآئِدَةً ”نازل ڪر اسان تي دستر خوان...“ جي دعا گهري هئي، پوءِ انهن گستاخن ادب ڇڏيو، فقيرن وانگر بڇيل، رکيائون. بدگماني ۽ لالچ شاهي دسترخوان تي ناشڪري هوندي آهي، انهيءَ ڪري انهن تي رحمت جو دروازو بند ٿي ويو. آسمان مان من و سلويٰ بند ٿي ويو. زڪواة نه ڏيڻ سان مينهن بند ٿي ويندو آهي. زناڪاريءَ جي ڪري وبا پکڙندي آهي. انساني گناهن جي ڪري خدا جون رحمتون بيهجي وينديون آهن ۽ مصيبتون نازل ٿينديون آهن. انسان جي بي ادبي مصيبتن جو سبب بنبي آهي. احڪامِ خداوندي ۾ بي باڪي ٻين جي تباهيءَ جو سبب بنجندي آهي. آسمان اطاعت ڪئي. چنڊ سج مان روشن ٿيو. ملائڪن آدم عليه السلام جي خليفي بنجڻ تي اطاعت ڪئي جنهن ڪري معصوم ۽ پاڪ قرار ڏنا ويا. بدڪارن کي ڏيهاڙ لاءِ سج گرهڻ ٿيندو آهي.

شيطان آدم عليه السلام کي سجدو نه ڪرڻ جي ڪري مردود ٿي ويو. سلوڪ جي رستي ۾ جيڪو گستاخي ڪري ٿو اهو حيرت جي واديءَ ۾ ٻُڏي وڃي ٿو. (يعني اهو ڪڏهن به ڪامياب نه ٿيندو رومي صاحب پاڻ کي مخاطب ڪندي چوي ٿو). بادشاهه ۽ مهمان جو پورو حال ٻڌاءِ، ڇاڪاڻ ته ادب جي فضيلتن ۽ بي ادبيءَ جي برائين جي انتها نه آهي.

## خواب ۾ ڏٺل خدائي طبيب سان بادشاهه جي ملاقات

شه چوں پيشِ ميهمانِ خويش رفت

شاه بود و ليک بس درويش رفت

ترجمو: ”بادشاهه جڏهن پنهنجي مهمان جي سامهون ويو، (توڙي جو) بادشاهه هو، پر مڪمل فقير بنجي ويو.“

ياڪُر پائي مهمان سان مليو. هٿن ۽ پيشاني کي چُمڻ لڳو ۽ مهمان کان مقام ۽ رستي جو حال پُڇڻ شروع ڪيائين. بادشاھ چوڻ لڳو تہ صبر ڪرڻ سان مون کي خزانو مليو آهي. صبر ڪڙو آهي پر اُن جو ڦل مِٺو آهي. مهمان چيو تہ صبر ڪشادگي جي ڪنجي آهي. بادشاھ چيو تہ جيڪو اسان جي دل ۾ آهي تون ان جو ترجمان آهين، بيوسن جو تون مددگار آهين! جڏهن مجلس ختم ٿي تہ بادشاھ ان جو هٿ پڪڙيو ۽ حرم سرا ۾ وٺي ويس.

**بادشاھ جو غيبي طبيب کي بيمار وٽ وٺي وڃڻ**

*قصهٔ رنجور و رنجوری بخواند*

*بعد ازاں در پیش رنجورش نشاند*

ترجمو: ”طبيب بيمار ۽ مرض جو حال ٻڌائين، ان کانپوءِ بيمار کي سامهون وهاريائين.“

طبيب مريض جي چهري جو رنگ ۽ اسباب ٻڌڻ کانپوءِ چيو تہ حڪيمن جي علاج سان مريض جي بربادي ٿي آهي. حڪيمن غلط بياني اها ڪئي جو غير مرض کي مرض ٻڌائي رهيا هئا. طبيب تي راز کلي ويو پر بادشاھ کي نہ ٻڌايائين. اها دل جي بيماري آهي. بدن ٺيڪ آهي. دل جي بيماري عشق جي نشاني آهي. طبيب سمجهي ويو تہ ٻانهي عشق جي بيماريءَ ۾ مبتلا آهي.

عشق مجازي حقيقي عشق جو ذريعو بنبو آهي. عشق جي حقيقت بيان کان ٻاهر آهي. عشق هڪ ذوقي شيءِ آهي، ان جو بيان زبان ۽ قلم سان ممڪن نہ آهي. خود عشق ۾ مبتلا هجي تہ ان جي ڪيفيت کي سمجهي سگهجي ٿو. ڪجھ شيون اهڙيون آهن جو اُنهن جي وجود جو دليل خود انهن جو وجود ئي هوندو آهي. عشق ۽ سج انهن شين مان آهن. دنيا جي سج جي سڃاڻپ پاڇي سان ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ تہ دنياوي شين مان هر شيءِ جي ضد سان ان جي سڃاڻپ ٿيندي آهي. ذاتِ حق جي سڃاڻپ ان جي نور سان ٿيندي آهي، جنهن جو پرتو روح انساني تي پوي ٿو. ذاتِ حق جي لاءِ دوام ۽ بقا آهي. ڪائنات جو سج جيتوٽيڪ هڪ آهي پر ان جهڙو ٻيو تصور ڪري سگهجي ٿو. جڏهن تہ حقيقي سج جي ذات جو تصور ئي ناممڪن آهي، تہ ان جي مثل جو تصور ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟

حضرت يعقوب عليه السلام کي پنهنجي پٽ حضرت يوسف عليه السلام جي لباس جي خوشبوءِ آئي هئي، تہ هو بي خود ٿي ويو هو. رهبرِ ڪامل جيڪي تصوف جا راز ٻڌايا آهن، انهن جي ذڪر سان جهان ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويندي آهي. مون پنهنجي روح کي چيو تہ تون پنهنجي محبوب شمس تبريزي کان پري ٿي ويو آهين. ڇڻ تہ مريض طبيب کان پري آهي. مدهوش جيڪڏهن پنهنجي ممدوح جي تعريف ڪندو، تہ اها نامناسب ٿيندي. آئون هن وقت فنا جي مقام ۾ آهيان جتي پنهنجي هستي باقي نہ ٿي رهي. هن مسئلي وحدت الوجود کي ڇڏي ڏي، جيڪو اهل الله جي عشق جو سرمايو آهي. سالڪ پنهنجي هر مقام کي هِجر سمجهندو آهي، انهيءَ ڪري سج جي ڪا حد نہ آهي. وقت کي تيز تلوار چيو ويندو آهي ڇاڪاڻ تہ اهو بہ جلد تيز تلوار وانگر گذري ويندو آهي. صوفي اهو شخص آهي جيڪو پنهنجو پاڻ کي غير الله کان محفوظ رکي ۽ دل ۾ ڪا نفساني خواهش اچڻ نہ ڏئي. ابن الوقت اهو صوفي آهي جيڪو پنهنجي احوالن کان مغلوب ٿي وڃي ۽ راز کي ظاهر ڪرڻ لڳي. اضطراري طور تي ان کان ڪرامتن جو ظهور ٿيڻ لڳي. اهڙي صوفيءَ کي رند ۽ قلندر بہ چيو ويندو آهي.

ابن الوقت ان صوفيءَ کي بہ چوندا آهن جيڪو قلبي واردات تي فوراً عمل ڪري ۽ ابوالوقت اهو صوفي آهي جيڪو پنهنجي احوال تي ڪنٽرول رکي، رازن کي ضبط ڪري ۽ ڪا ڪرامت ظاهر ٿيڻ نہ ڏي. اڄ جي ڳالھ کي سياٽي تي ڇڏڻ مناسب نہ آهي. سيني نبين لااله الاالله جي تعليم ڏني آهي، جنهن مان هن ڳالھ ڏانهن اشارو آهي تہ ڪمال جي صفتن سان فقط هڪ وجود باري تعاليٰ متصف آهي. بهتر ائين آهي تہ معشوقن جو حال ٻين جي قصن ۾

بيان ٿي وڃي. محبوب جو پيراهن بہ حقيقي وصال کان مانع آهي. مون روح کي چيو تہ جيڪڏهن هن راز کي بلڪل کوليو ويو تہ نفس درهم برهم ٿي ويندو ۽ برداشت نہ ٿي سگهندو. حد کان وڌيڪ وصال وبال بنجي ويندو آهي. جڏهن ظاهري سج جي روشنيءَ جو تاب جهلي نہ سگهبو آهي تہ معنوي سج جو تاب ڪهڙو هوندو؟

هيءَ ڳالهہ ختم ٿيڻي نہ آهي، وري شروع ڪان هن قصي کي بيان ڪر.

## مرض معلوم ڪرڻ لاءِ طبيب جو ٻانهيءَ سان نويڪلائي ۾ ملاقات ڪرڻ

چوں حکیم از ایں سُخن آگاہ شد
وز دروں ہم داستانِ شاہ شد

ترجمو: ”طبيب جڏهن ان ڳالهہ کان باخبر ٿي ويو ۽ اندران بادشاهہ جو راز دار ٿي ويو...“

تڏهن بادشاهہ کي چيائين تہ هڪ گهر خالي ڪر، تان تہ آئون اڪيلائي ۾ ٻانهيءَ کان ڪجهہ پڇا ڳاڇا ڪريان. چاڪاڻ تہ عشق جو راز اڪيلائيءَ ۾ معلوم ٿي سگهيو ٿي. بادشاهہ گهر خالي ڪرايو ۽ ٻاهر ويو تان تہ طبيب ٻانهيءَ تي عشق جو منتر پڙهي. طبيب ٻانهيءَ کان پڇا ڪئي تہ تنهنجو شهر ڪهڙو آهي؟ چاڪاڻ تہ مختلف ملڪن ۾ رهڻ وارن جو مزاج جدا هوندو آهي، انهيءَ ڪري علاج بہ جدا هوندو آهي. طبيب نبض تي هٿ رکيو ۽ پڇيو تہ اُن شهر ۾ تنهنجو رشتيدار ڪير آهي؟ پنهنجائپ جو تعلق ڪنهن سان آهي؟ عشق جي مرض کي سمجهڻ آسان ڪم نہ آهي. دل جي بيمارين جو علاج رهبرِ ڪامل ئي ڪري سگهي ٿو. ٻانهي کُلي ڪري ڳالهائي رهي هئي ۽ طبيب ڪن لڳائي سندس ڳالهيون ٻڌي ۽ نبض ڏسي رهيو هو تہ ڪهڙي نالي تي ٻانهيءَ جي نبض تيز ٿئي ٿي. ٻانهيءَ پنهنجي شهرن جا نالا ڳڻايا ۽ طبيب پڇيو تہ پنهنجي شهر ڇڏڻ ڪانپوءِ تون زياده ڪهڙي شهر ۾ رهي آهين؟ ٻانهي شهرن جا نالا وٺندي ويئي پر اُن جي چهري جو رنگ ۽ نبض نہ بدلي. طبيب جڏهن سمرقند جو حال پڇيو، تڏهن ٻانهيءَ ٿڌو ساهہ پريو. اکين مان ڳوڙها وهائڻ لڳي ۽ چوڻ لڳي تہ سمرقند ۾ مون کي هڪ واپاريءَ آندو. اُتي مون کي هڪڙي سوناري خريد ڪيو. اُن 6 مهينا مون کي پنهنجي پاسي ۾ رکيو ۽ پوءِ وڪڻي ڇڏيائين. جڏهن اهو چيائين تڏهن طبيب نبض ۽ چهري مان فوراً سمجهي ورتو تہ ٻانهيءَ کي ان سوناري سان عشق آهي. طبيب بيماريءَ جو بنياد سمجهي ورتو. چيائين تہ هاڻي تون بيماريءَ مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري وٺندينءَ پر اهو راز هرگز ڪنهن سان نہ کولج. پلي بادشاهہ پڇا ڪري تہ بہ نہ ٻڌائج. جيئن برسات باغ کي شاداب ۽ پُر رونق بڻائيندي آهي، اهڙي طرح آئون توکي سرسبز بنائي ڇڏيندس. باقي راز نہ کولج. چاڪاڻ تہ راز ظاهر ٿيڻ تي مخالفن کي مخالفت جو موقعو ملي ويندو آهي ۽ ڪاميابي ڏکي ٿي ويندي آهي. پيغمبر ﷺ فرمايو آهي تہ ”جنهن شخص پنهنجو راز لِڪايو جلدئي پنهنجي مراد کي لهندو.“ زمين ۾ ٻج لِڪل هوندو آهي، تڏهن سرسبز ۽ شاداب ٿي اُپرندو آهي. راز جو لِڪل رهڻ ئي مفيد آهي. طبيب جي وعدن سان بيمار ٻانهي مطمئن ٿي. ڪوڙا وعدا ڪرڻ وارو سرد دل ۽ ڪچي ڪم وارو هوندو آهي. وعدي کي دل ۽ جان سان پورو ڪرڻ ضروري آهي تان تہ قيامت ۾ تون ان جو فيض ڏسين.

## طبيب جو ٻانهيءَ جي بيماريءَ کي سڃاڻڻ ۽ بادشاهہ تي ظاهر ڪرڻ

آں حکیمِ مہرباں چوں راز یافت
صورتِ رنجِ کنیزک باز یافت

ترجمو: ”اُن مهربان طبيب جڏهن راز معلوم ڪري ورتو ۽ ٻانهيءَ جي بيماريءَ سڃاتي...“

تہ اتان اُٿيو ۽ بادشاھ ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيائين پر ٻانهيءَ جي عشق جو پورو قصو ڪيس ڪونہ ٻڌايائين تان تہ بادشاھ کي غيرت نہ اچي. بادشاھ چيو تہ هاڻي ڪهڙي تدبير آهي؟ طبيب چيو تہ اُن مرد کي علاج لاءِ گهرائجي تہ قاصد موڪلي چئون تہ توکي بادشاھ انعام لاءِ گهرايو آهي. انعام جي لالچ ۾ اهو سونارو هليو ايندو ۽ اُن جي اچڻ سان تنهنجي محبوبہ خوش ٿي ويندي.

## سوناري کي ڳولي وٺي اچڻ لاءِ بادشاھ جو ايلچين کي سمرقند روانو ڪرڻ

*چونکہ سلطاں از حکیم آنرا شنید*

*پندِ اُو را از دل و جاں برگزید*

ترجمو: ”جڏهن بادشاھ طبيب جي اها ڳالھ ٻڌي تہ دل و جان سان اُن جي نصيحت کي قبول ڪيائين.“

ٻہ هوشيار ۽ نيڪ قاصد اُن ڏانهن روانا ڪيائين. ٻئي قاصد سمرقند ۾ آيا. سوناري کي بادشاھ جي طرفان خوشخبري ڏنائون ۽ چيائون تہ تنهنجي مشهوري جي ڪري فلاڻي بادشاھ توکي زيورات ٺهرائڻ جي لاءِ گهرايو آهي. هي سون چاندي ۽ ڪپڙا انعام ۾ وٺ. سوناري جڏهن ڪپڙا ۽ پئسا ڏٺا تڏهن گهر ٻار ڇڏي گهوڙي تي چڙهي، بادشاھ ڏانهن روانو ٿيو. اها خبر نہ هيس تہ اهو شاهي جوڙو سندس خون جو عيوض آهي. خوشيءَ مان موت ڏانهن پنهنجا پير کڻڻ لڳو. جڏهن مسافر رستو طئي ڪري پهتو تڏهن طبيب ان کي بادشاھ جي اڳيان آندو. بادشاھ کيس ڏٺو ۽ سندس ڏاڍي تعظيم ڪيائين ۽ سون جو خزانو اُن جي حوالي ڪيائين ۽ حڪم ڪيائين تہ ڪنگڻ ۽ پيرن ۾ پائڻ وارا زيور ۽ چيلھ جا پٽا ۽ ٻيا ٿانوَ جيڪي بادشاھ جي مجلس جي لائق هجن اهي بناءِ. سونارو ڪم تي لڳي ويو. پوءِ طبيب بادشاھ کي چيو تہ هاڻي ٻانهيءَ کي هن جي حوالي ڪر تان تہ ٻانهي ان جي وصل سان خوش ٿئي ۽ سوناري جي وصل جو پاڻي ان جي باھ جو دفع ڪندڙ ٿئي. بادشاھ چنڊ جهڙي ٻانهي ان جي حوالي ڪئي ۽ ٻنهي جو پاڻ ۾ نڪاح ڪري ڇڏيائين. ڇهن مهينن تائين سوناري مقصد برآري ڪئي ايستائين جو ٻانهيءَ جي طبيعت صحيح ٿي وئي. ان کانپوءِ طبيب اُن جي لاءِ شربت ٺاهيو. سونارو شربت پيئندو ويو ۽ سندس حسن ختم ٿيندو ويو. هاڻي ٻانهي ان جي لاءِ وبال بنجي وئي، ڇاڪاڻ تہ سچو عشق نہ هو، محض صورت پرستي هئي. صورت خراب ٿيڻ سان عشق زائل ٿي ويو. ان جي اکين مان رت اچڻ لڳو ۽ سندس چهرو جان جو دشمن بنجي پيو. عشق مجازي ۾ بہ جيڪڏهن پائيداري هجي تہ اهو تنگ شمار نہ ٿئي. مطلب تہ ان سوناري جي خوبصورتي اُن جي هلاڪت جو سبب بڻي. مور جا دشمن ان جا پير ٿيا. جڏهن سونارو بيماري ۾ بدحال ٿي ويو ۽ سندس جسم ڳرڻ لڳو.

هرڻ کي هن لاءِ ماريو ويندو آهي تہ اُن جي ڌُن مان مُشڪ نڪرندي آهي. لومڙي جي کل مان پوستين بنائي ويندي آهي. هاٿي جي ڏندن وانگر اُن جا هڏا بہ قيمتي آهن. سونارو اهي ڳالهيون ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ بادشاھ ڪمتر آهي. ڇاڪاڻ تہ سونارو ٻانهي جو معشوق هو ۽ بادشاھ ناڪام عاشق ۽ چوڻ لڳو تہ منهنجو خون رائيگان نہ ويندو. گنهگار جو عمل جزا ۽ بدلي جي صورت ۾ اُن ڏانهن موٽندو آهي. جيئن ديوار جو پاڇو واپس اُن ڏانهن موٽندو آهي. پڙاڏو جبل يا ڪوھ ۾ انسان جي آواز ڪانپوءِ ٻُڌڻ ۾ ايندو آهي، ائين زمين ۾ غرق ٿي ويو. فاني شين جو عشق پائيدار نہ رهندو آهي. اها ٻانهي درد ۽ غم کان چوٽڪارو لهي وئي. زنده جو عشق روح ۽ اکين ۾ هر وقت مُکڙي کان وڌيڪ ترو تازه رهندو آهي. اُن جو عشق اختيار ڪر جنهن جي عشق سان سيني نبين شرف ۽ عزت حاصل ڪئي. تون هي نہ چئو تہ اسان جي رسائي اُن بادشاھ تائين نہ آهي. ڪريم تي وڏا ڪم ڏکيا نہ هوندا آهن. اللّٰه تعاليٰ ڪريم ۽ ڪارساز آهي، اهو پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان ڪاميابي ۽ باريابي مرحمت فرمائيندو.

**سوناري کي مارڻ ڪنهن بري خيال سان نہ هو پر خدائي اشاري سان هو!**

ڪُشتنِ آں مرد بر دستِ حکیم
نے پئے امید بود ونے ز بیم

ترجمو: ”اُن مرد جو طبيب جي هٿان مارجڻ نہ ڪنهن اميد جي بناء تي هو ۽ نہ ڪنهن ڪان خوف جي بناء تي هو.“

طبيب جو سوناري کي مارڻ بادشاهہ سان لالچ يا خوف جي ڪري نہ هو. حضرت خضر عليه السلام جنهن ٻار کي قتل ڪيو هو جنهن جو ذڪر قرآن مجيد ۾ آهي، جنهن جي مصلحت هي هئي تہ ٻار ڪافر ٿئي ها ۽ ان جي ڪفر جي ڪري والدين جي ايمان کي خطرو هو. اهو راز مخلوق نہ سمجهي سگهي. هتي بہ امرِ الاهي هو. حضرت اسماعيل عليه السلام کي حضرت ابراهيم عليه السلام فرمايو تہ مون کي حڪم ٿيو آهي تہ تنهنجي قرباني ڪريان. تڏهن حضرت اسماعيل عليه السلام فوراً اطاعت ڪندي مٿو زمين تي رکيو. حضور صلي الله عليه وسلم کي تسليم ۽ رضا جي بناء تي قُرب جو مقام حاصل ٿيو. عاشق خوشيءَ جو جام ان وقت لهندا آهن جڏهن معشوق پنهنجي هٿن سان انهن کي قتل ڪندا آهن. بادشاهہ جو سوناري کي قتل ڪرائڻ اشاره خداوندي سان هو. جهڙي طرح سون بٺي ۾ وجڻ ڪانپوءِ چمڪندو ۽ نِکرندو آهي اهڙي طرح انسان جون نفساني خواهشون ۽ رذائل، رياضت سان پري ٿيندا آهن. حضرت خضر عليه السلام جو ٻيڙيءَ کي ٽوڙڻ وارو واقعو قرآن ۾ ذڪر ڪيل آهي. اها بظاهر بُري ڳالهہ هئي پر اُن ۾ مصلحتون لِڪل هيون. حضرت موسيٰ عليه السلام جو نور ۽ هُنر ان مصلحت تائين نہ پهچي سگهيو جيڪا حضرت خضر عليه السلام جي پيش نظر هئي. اهو ڳاڙهو گل آهي تون اُن کي رت نہ چئو ۽ اهو عقل سان مست آهي تون اِن کي ديوانو نہ سمجهہ. بدبخت ۽ سنگ دل جي تعريف سان عرش ڏڪي ٿو ۽ پرهيزگار بدگمان ٿئي ٿو. اهو بادشاهہ باخبر هو ۽ الله تعاليٰ جو مقرب هو. ان سوناري جو قتل ظلم نہ هو. جيڪڏهن ظُلم بہ مڃيو وڃي تہ عام مصلحت ۽ مفاد جي پيشِ نظر ڪنهن هڪ تي ظلم جائز آهي. سوناري جي قتل ۾ سوناري جو فائدو هو. خراب ٿي ويل رت ڪڍڻ لاءِ جراحي عمل ڪرائڻ يا سِڱي لڳرائڻ سان ان ٻار کي تڪليف ٿئي ٿي پر سندس ماءُ ان عمل سان خوش ٿئي ٿي. الله تعاليٰ جي ڪمن کي پاڻ تي قياس نہ ڪر. مون کي ويجهو اچ، تان تہ توکي هڪ قصو ٻڌايان. ٿي سگهي تہ تون منهنجي بيان مان ڪجهہ حاصل ڪرين.

**هڪ دڪاندار ۽ طوطي جو قصو**

بُود بقّالے مر او را طوطیئے
خوش نوا و سبز و گویا طوطیئے

ترجمو: ”هڪ دڪاندار هو ۽ اُن جو هڪڙو طوطو هو. جيڪو سُٺي آواز، سائي رنگ ۽ ڳالهائڻ وارو هو.“

طوطو دڪان جي حفاظت ڪندو هو ۽ سيني سوداگرن سان دلچسپ ڳالهيون ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن مالڪ پنهنجي گهر ويو ۽ طوطو دڪان جي حفاظت ڪري رهيو هو. اوچتو هڪڙي ٻليءَ ڪئي جي پُٺيان دڪان ۾ ٽپو ڏنو ۽ طوطو خوف وچان دڪان ۾ ڀڳو تہ تيل جون شيشيون هارجي پيون. دڪان جو مالڪ گهران واپس آيو ۽ بي فڪر ٿي دڪان تي ويهي رهيو. اوچتو ڏٺائين تہ دڪان تيل سان پريو پيو آهي ۽ ڪپڙا سڀئيا ٿيا پيا آهن. پوءِ اچي طوطي کي ورتائين. مار سان نہ رڳو طوطو گنجو ٿي ويو پر اُن ڳالهائڻ بہ ڇڏي ڏنو. دڪاندار کي ڏاڍو افسوس ٿيو تہ مار جي ڪري طوطي ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو آهي. هو فقيرن کي تُحفا ڏيڻ لڳو تہ من خيرات جي برڪت سان طوطو ڳالهائي. عجيب ۽ انوکيون شيون طوطي کي ڏيکارڻ لڳو تہ انهن شين کي ڏسي مَنَ طوطو ڳالهائي. جڏهن طوطو انهن تي بہ نہ ڳالهائيندو هو تہ دڪاندار کي تعجب ٿيندو هو. اتفاقاً هڪڙو ڪمبل پوش فقير اُتان اچي لنگهيو جنهن جو مٿو ٽالهہ

جي پُٽ وانگر وارن کان خالي هو. طوطي اُن کي ڏسي عقل مندن وانگر ڳالهايو ۽ چوڻ لڳو: اي گنجا! تون گنجن ۾ چو شامل ٿئين؟ شايد تو بہ شيشيءَ مان تيل هاريو آهي. طوطي جي قياس سان ماٺهو ڪِلي پيا تہ هِن ڪمبل پوش فقير کي پاڻ جهڙو سمجهيو.

پلارن جي ڪم کي پاڻ تي قياس نہ ڪر، جيتوڻيڪ شِير (کير) ۽ شير (شينهن) لکڻ ۾ برابر (هڪجهڙو) آهي پر وڏو فرق آهي. (شِير) کير کي ماڻهو پيئندو آهي ۽ (شير) شينهن ماڻهن کي ڦاڙيندو آهي. ان فرق نہ ڪرڻ جي ڪري گمراهي ٿي آهي جو عام ماڻهو انبيائن ۽ اوليائن سان برابري ڪري چوڻ لڳا تہ هو بہ انسان ۽ اسين بہ انسان آهيون ۽ هو بہ کائن ۽ سُمهن ٿا ۽ اسين بہ کائون ۽ سمهون ٿا. بيوقوفن اهو نہ سمجهيو تہ ٻنهين ۾ وڏو فرق آهي. ماکي جي مک ۽ ڏينهو هڪڙي گُل مان رس چوسين ٿا پر هڪڙي ۾ ڏنگ ۽ ٻئي ۾ ماکي آهي. ٻنهين قسم جي هرڻن ساڳيئي گاهہ کاڌو ۽ پاڻي پيتو، پر هڪڙي مان ڇيڻو ٿيو ۽ ٻئي مان خالص مُشڪ ٿي آهي. سَرُ (ڀانڊ) ۽ ڪمند ساڳئي پاڻي کي پيئن ٿا پر هڪڙو کوکلو ۽ ٻيو مِٺو آهي. اهڙا سوين مثال تنهنجي اڳيان آهن. مطلب تہ بزرگن کي پاڻ تي قياس نہ ڪرڻ گهرجي. گهٽين شين جا ڪم، هڪ جهڙا آهن پر نتيجا جدا آهن. هن جي ڪائڻ سان بُخل ۽ حسد پيدا ٿئي ٿو هُن جي ڪائڻ سان خدا جو نور ظاهر ٿئي ٿو. مِٺو ۽ ڪارو پاڻي ٻئي صاف هوندا آهن. صاحبِ ذوق چکي ٻنهين ۾ فرق ڪري سگهي ٿو. جنهن شخص ڪڏهن ماکي نہ چکي هجي اهو مِٺي ۽ ماکيءَ ۾ ڪهڙو فرق ڪري سگهي ٿو؟ اهڙو ماڻهو جادوءَ کي معجزي تي قياس ڪري مڪر ۽ فريب سمجهندو آهي.

جادوگرن جي لٺ ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي لٺِ ۾ وڏو فرق آهي. جادوگرن جي لٺِ پُٺيان لعنت ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي عصا (لٺ) پُٺيان الله جي رحمت آهي. ڪافر باندر وانگر آهن. باندر انسان جي مسلسل حرڪتن کي ڏسي اُن جو نقل ڪندو آهي، اصل ۽ نقل جي فرق کي اهو ڪونہ سمجهندو آهي. منافق شخص، مومن جي نماز، روزي حج ۽ زڪوات ۾ شريڪ هوندو آهي پر اُن جو مقصد عبادت نہ آهي بلڪ فساد آهي. مومن کي مومن چئو تہ اهو خوش ٿيندو آهي. منافق کي منافق چئو تہ اهو چڙندو. لفظ مومن ۾ مومن جي ذات جي شرافت سان شرافت آئي. منافق جي برين حرڪتن جي ڪري اهو لفظ مدفون ٿيو. مومن جي لفظ ۾ جيتري قدر حرف آهن انهن ۾ ڪا ذاتي شرافت نہ آهي. ٻين نالن وانگر مُسَمّٰى (نالي رکيل) جي شناخت ۽ سڃاڻپ لاءِ آهي. هيءَ بہ آهي تہ هاڻي ان ۾ شرافت مومن جي وصفن جي ڪري آئي آهي جيڪا ان جي معنيٰ آهي. منافق جي الفاظ ۾ جيڪا ناگواري آهي اها بہ معنيٰ جي ڪري آهي. منافق جي معنيٰ ۾ اهي وصفون ملحوظ آهن جيڪي اُن کي دوزخ ۾ وٺي وينديون. جهڙي طرح ڪنهن پاڻيءَ جو ڪڙو هجڻ ٿانوَ جي ڪري ڪونہ هوندو آهي، اهڙي طرح لفظ معنيٰ جو برتن ۽ ٿانو آهي. سيني صفتن ۽ معنائن جو سرچشمو الله تعاليٰ جي ذات آهي، جنهن وٽ اُم الڪتاب يعني لوح محفوظ آهي. ذاتِ باري تعاليٰ متضاد صفتن جي حامل آهي ۽ هر صفت جو مظهر ٻي صفت جي مظهر کان ممتاز ۽ جدا آهي. صفتِ رحمت ۽ صفتِ قهر جو سرچشمو هڪ ذات آهي ۽ سالڪ جو مقصد ۽ منتهيٰ ذات وحده لا شريڪ آهي. سچو ۽ ڪوڙو سون ڪسوٽي تي پرکڻ سان معلوم ٿيندو آهي. نيڪي ۽ بدي بہ ڪسوٽيءَ تي پرکڻ سان معلوم ٿيندي آهي. مومن جي دل ۾ اها ڪسوٽي هوندي آهي. مُفتيءَ کان دريافت ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي، دل کان فتويٰ وٺو. هيءُ انهن ماڻهن جي لاءِ حَڪم آهي جن جي دلين ۾ اها ڪسوٽي پيدا ٿي چُڪي آهي. عوام مفتيءَ جي فتويٰ تي عمل ڪري. جهڙي طرح ظاهري حس دنياوي ترقي جي باعث آهي اهڙي طرح جيڪڏهن ڪنهن جي باطني حِس بيدار آهي، مڪروهات ۽ گناهن کان بچي ٿو تہ اُن کي اُخروي ترقي ۽ معراج حاصل ٿيندو آهي. جڏهن رياضتن جي ذريعي انسان بدن کي ڳاري ٿو تڏهن اُن جي باطني حس بيدار ٿيندي آهي، جنهن کي شيخ ڪامل ئي معلوم ڪري سگهندو آهي. اهڙين روحاني ڪيفيتن کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ ٻڪ ڪائڻ سان جسم کي لاغر ۽ ڪمزور ڪيو ويندو آهي. قلعي کي فتح

ڪرڻ ڪانپوءِ ويران ڪيو ويندو آهي، پوءِ فاتح اُن جي بيهر سهڻي نموني تعمير ڪندو آهي. اهڙي طرح جسم کي شيطان جي قبضي مان ڪڍڻ لاءِ ويران ڪرڻو پوندو آهي، پوءِ روح جي ذريعي اُن جي تجديد ڪئي ويندي آهي. خدا جي ويجهڙائي حاصل ڪرڻ جو ضرورت آهر بيان ڪيو ويو آهي ورنه اُن جون پوريون ڪيفيتون بيان ڪان ٻاهر آهن. رب جون تجليون گوناگون آهن، سالڪ انهن ۾ حيران رهندو آهي. جيڪي حقيقت جي راز ڪان واقف آهن اهي هر معاملي ۾ قدرت ۽ حڪمت کي ڏسي حيران رهندا آهن. حيراني ٻن قسمن جي آهي: هڪ ته اها آهي جيڪا شڪ شُبها پيدا ڪندي آهي، ٻي حيراني اها آهي جيڪا محويت پيدا ڪندي آهي. وري حيراني جي محويت ٻن قسمن جي آهي هڪ ۾ طالب ۽ مطلوب ممتاز ۽ جدا هوندا آهن، ٻي حيراني ۾ طالب ۽ مطلوب ۾ امتياز نه رهندو آهي. ٻنهي قسمن جا حيران ماڻهو بارگاهِ الاهي ۾ مقرب آهن. شريعت، عالم جي ڏسڻ کي، جيڪو عبادت قرار ڏنو آهي ان مان اهڙن ئي بزرگن جي زيارت مراد آهي، جيڪا باعثِ سعادت آهي. بيعت جي لاءِ شيخ ڪامل جي جستجو ۽ ڳولا ڪرڻ گهرجي، مڪارن ۽ نقالن ڪان بچڻ گهرجي.

**حقيقت کي ڄاڻڻ ۽ اڻ ڄاڻ ۽ حق ۽ باطل ۾ فرق**

چوں بسے ابلیس آدم روئے ھست
پس بہر دستے نشاید داد دست

ترجمو: ”جيئن ته گهڻا شيطان انسان مهاندا آهن، انهيءَ ڪري هر هٿ ۾ هٿ نه ڏيڻ گهرجي.“

شڪاري، پکيءَ جهڙو آواز هن لاءِ ڪڍندو آهي ته جيئن ٻئي پکيءَ کي دوکو ڏئي پڪڙي سگهي. پکي آواز ٻڌي جار ۾ ڦاسندو آهي. مڪار ماڻهو درويشن جو روپ ڪري الله جي مخلوق کي ڦاسائيندا آهن. گداگر ۽ پنڻ وارا هٽرادو شينهن ناهي پنهنجي ڪائيءَ تي لڳائيندا آهن حالانڪ اهي شينهن نه هوندا آهن. مُسيلمه ڪذاب يمامه جي علائقي ۾ ڪوڙي نبوت جي دعويٰ ڪئي ۽ پنهنجي مُريدن جي طاقت سان حڪومت قائم ڪئي هئي، حضرت خالد بن وليد رضي الله عنه حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي دور خلافت ۾ شڪست ڏئي مسليمه جو خاتمو ڪيو.

**عيسائين کي تعصب جي ڪري قتل ڪندڙ يهودي بادشاهه جو قصو**

بود شاہے در جہوداں ظلم ساز
دشمنِ عیسیٰؑ و نصرانی گداز

ترجمو: ”يهودين ۾ هڪ ظالم بادشاهه هو، حضرت عيسيٰ عليه السلام جو دشمن ۽ عيسائين کي تباهه ڪرڻ وارو.“

حضرت عيسيٰ عليه السلام جو زمانو هو ۽ اُن بادشاهه جي حڪومت هئي. اهو بادشاهه حضرت موسيٰ عليه السلام کي مڃيندو هو. ٻيڏي بادشاهه ٻنهي نبين ۾ فرق سمجهيو. هڪڙي استاد ٽيڏي شاگرد کي چيو ته اندر وڃ، هوءَ بوتل ڪڻي اچ. ٽيڏو اندر ويو، جتي ڪيس هڪ جي جاءِ تي ٻه بوتلون نظر آيون. چوڻ لڳو ته سائين ٻن بوتلن مان ڪهڙي ڪڻي اچان؟ استاد چيو ته ٻه بوتلون نه آهن، چالاڪي ڇڏ، بوتل ڪڻي اچ. اُن استاد کي چيو ته مون کي طعنو نه ڏي، بوتلون ٻه آهن. استاد چيو هڪڙي بوتل ڀڃي ڇڏ. جڏهن همراهه بوتل ڀڳي ته ٻئي بوتلون غائب ٿي ويون. حقيقت ۾ بوتل هڪ هئي، ان کي ٻه پئي نظر آيون، ائين انسان به محبت ۽ ڪاوڙ ۾ ٽيڏو ٿي ويندو آهي. محبت ۽ ڪاوڙ ۾ به اصل حقيقت نظر ڪونه ايندي آهي.

جڏهن قاضي رشوت جي نيت ڪندو آهي ته ظالم ۽ مظلوم جو فرق ڪيئن ڪري سگهندو؟ جڏهن قاضي رشوت وٺڻ جو سوچي ته اُن جي ذهن ۾ ظالم ۽ مظلوم جو فرق ڪونه رهندو آهي.

بادشاهہ يهوديت جي ڪري ڪميڻو بڻجي چڪو هو. لکين مومن مظلوم مارائي ڇڏيائين ۽ هو پاڻ کي حضرت موسيٰ عليه السلام جي دين جو پشت پناهہ سمجهڻ لڳو.

**بادشاهہ جي مڪار وزير جو قصو**

شه وزيرے داشت رهزن عشوه ره
کو بر آب از مکر بر بستے گره

ترجمو: ”اُن بادشاهہ جو هڪ مڪار ۽ رهزن وزير هو، جيڪو مڪاريءَ سان پاڻيءَ کي ڳنڍ ڏيندو هو.“

اُن چيو تہ نصراني پنهنجي جان جي اهڙي طرح حفاظت ڪندا جو بادشاهہ کان پنهنجو دين لِڪائيندا، انهيءَ ڪري انهن کي قتل نہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ قتل ڪرڻ ۾ ڪو فائدو نہ آهي. مذهب خوشبوءَ نہ آهي، اهو سوين غلافن ۾ لِڪل راز آهي. اهي ظاهر ۾ توسان گڏ ۽ باطن ۾ تنهنجي خلاف آهن. مطلب تہ انهن کي سڃاڻڻ مشڪل آهي. بادشاهہ چيو تہ ان مڪر ۽ فريب جي تدبير ۽ علاج ٻُڌاءِ؟ بادشاهہ چيو آئون چاهيان ٿو تہ دنيا ۾ ڪوبہ عيسائي نہ بچي. وزير چيو تہ منهنجا ڪن ۽ هٿ وڍ، منهنجو نڪ ۽ چپ چير. اهو ڪم عام جاءِ تي ڪيو وڃي، ان ڪانپوءِ مون کي قاسيءَ تي آندو وڃي. ايتري ۾ هڪڙو سفارشي مون کي گهري وٺي ۽ مون کي هن شهر مان ڪنهن ٻئي شهر ۾ ڪڍيو وڃي تہ هنن ۾ سوين فُتور وجهان. جڏهن اهي مون کان دين قبول ڪندا تہ انهن جو ڪم بلڪل ابتر ٿي ويندو، پوءِ آئون انهن ۾ اهڙو فتنو وجهندس جو شيطان بہ حيران ٿي ويندو. آئون انهن سان اهڙو ورتاءُ ڪندس جيڪو بيان نٿو ڪري سگهجي. جڏهن اهي مون کي امين ۽ رازدان سمجهندا تڏهن آئون ٻئي قسم جو چار پڪيڙيندس، ايستائين جو اهي پنهنجن هٿن سان پنهنجو رت وهائيندا.

**وزير جو عيسائين سان دوکي جو ارادو ۽ ساڻن مڪر ڪرڻ**

پس بگويم من بسِرِ نصرانيم
اے خدائے رازداں ميدانيم

ترجمو: ”پوءِ آئون چوندس تہ آئون پوشيده طور تي عيسائي آهيان، اي رازدان خدا! تون مون کي ڄاڻين ٿو.“

مطلب تہ بظاهر يهودي پر پوشيده عيسائي آهيان. بادشاهہ منهنجي ايمان کان واقف ٿي ويو ۽ تعصب جي ڪري منهنجي جان جي پويان پئجي ويو. مون چاهيو تہ پنهنجو دين لِڪايان ۽ بادشاهہ وارو دين ظاهر ڪريان. بادشاهہ کي منهنجي راز جي خبر پئجي ويئي. جيڪڏهن حضرت عيسيٰ عليه السلام جو روح منهنجو مددگار نہ هجي ها تہ بادشاهہ يهودين وانگر مون کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏي ها! حضرت عيسيٰ عليه السلام جي لاءِ جان ڏيڻ جي تمنا آهي. جيڪڏهن اها سعادت مون کي ملي وڃي تہ هزارين احسان مڃان، باقي جيئڻ جي تمنا هن لاءِ ڪريان ٿو تہ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي دين جي حفاظت ۽ تبليغ ڪريان. ا ۽ عيسيٰ عليه السلام جو شڪر آهي تہ اسين اُن سچي دين جا راهنما بنجي ويا آهيون. جڏهن کان اسان جٿيو ٻڌو آهي تڏهن کان يهوديت اسان کان ڇڏائي ويئي آهي. هن وقت ماڻهو حضرت عيسيٰ عليه السلام جي شريعت جا مڪلف آهن. اهو عيسائين سان اهڙي طرح جون ڳالهيون ڪري رهيو هو پر دل ۾ بادشاهہ جو گرويده ۽ عاشق هو. بادشاهہ کي چيائين تہ صبر ڪر، آئون هنن جي پاڙ پٽي وٺان. جڏهن اهي مون کي امانتدار ۽ پيشوا سمجهندا تڏهن منهنجي اڳيان ڪنڌ جُهڪائيندا ۽ مون کان رهنمائي وٺندا. جڏهن وزير بادشاهہ جي اڳيان اهو فريب بيان ڪيو تڏهن بادشاهہ جي ڳڻتي ختم ٿي. اُن ڪانپوءِ اُن جا هٿ پير نڪ ۽ ڪن ڪٽي ڪيس عيسائين جي علائقي ۾ ڪڍي ڇڏيو. اُن عيسائين جي علائقي ۾ تبليغ شروع ڪري ڏني. عيسائي اُن جي عاجزي ۽ بدحاليءَ تي روئڻ لڳا. اي چوڪرا! دنيا جو اهو حال آهي. حسد اهو سڀ ڪرائيندو آهي جيڪو وزير عيسائين سان ڪري رهيو هو.

**وزير وٽ عيسائين جو گڏ ٿيڻ ۽ اُن جو راز بيان ڪرڻ**

*صد ہزاراں مردِ ترسا سوئے او*
*اندک اندک جمع شد در کوئے او*

ترجمو: ”لکين عيسائي اُن جي حمايت ۾ ٿورا ٿورا ٿي سندس گهٽيءَ ۾ گڏ ٿي ويا.“

وزير انجيل، صليب ۽ نماز جا اسرار بيان ڪرڻ لڳو. وزير جو ڪم ائين هو جيئن شڪاري پکي شڪار ڪرڻ لاءِ آواز ڪڍندو آهي. اصحابي سڳورا پيغمبر ﷺ کان دين جا اسرار سِکندا هئا. حضرت حذيفه بن يمان رضي الله عنه کي دين جا اسرار حضور ﷺ کان حاصل ٿيا. حضرت حسن بصري رحمة الله عليه جيتوڻيڪ حضرت حذيفه رضي الله عنه کانپوءِ پيدا ٿيو پر اُن کي حضرت حذيفه رضي الله عنه جي واسطي سان علم پُهتو آهي. امام غزالي رحمة الله عليه فرمايو آهي ته حسن بصري رحمة الله عليه جو ڪلام انبيائن جي ڪلام سان مشابهه هوندو آهي. مطلب ته سيني عيسائين اُن کي دل ڏيئي ڇڏي ۽ اُن کي حضرت عيسيٰ عليه السلام جو نائب سمجهڻ لڳا. اهو وزير حقيقت ۾ دجال هو. جيڪڏهن اسين باز سيمرغ بنجي وڃون ته به اُن جي ڄار ۾ گرفتار آهيون. چون ٿا ته سيمرغ هڪ نادر الوجود پکي آهي جيڪو ڪوهه قاف ۾ رهندو آهي. هن جي پرن ۾ ٽيهه رنگ هوندا آهن. انسان کي پهريان شيطاني وسوسن کان نجات حاصل ڪرڻ گهرجي. ان کانپوءِ پاڻ لاءِ عبادت جو ذخيرو ڪري. نماز تڏهن مڪمل ٿيندي جڏهن دل ۾ شيطاني وسوسي جو دخل نه رهي. عام طور تي چاليهه سال عمر جواني جي هوندي آهي جنهن ۾ انسان باطن جي اصلاح ڏانهن متوجهه ڪونه ٿيندو آهي. شيطان انهن ڇٽنگن کي وسائي ڇڏيندو آهي جيڪي عبادت جي لاءِ پيدا ٿينديون آهن. جهڙي طرح خدا روحن کي آزاد ڪري ڇڏيندو آهي اهڙي طرح (اي خدا) اسان کي شيطاني وسوسن کان آزاد ڪر! قرآن شريف ۾ اصحاب ڪهف جي ڳالهه ذڪر ڪيل آهي. اصحابِ ڪهف بزرگن جي هڪ جماعت هئي جنهن دقيانوس بادشاهه جي زماني ۾ وقت جي پيغمبر تي ايمان آندو هو. بادشاهه جي ظُلم ۽ خوف کان هڪ غار ۾ وڃي لِڪا هئا. اصل ڪاتب جو هٿ آهي اهو جهڙي طرح چاهي ٿو قلم هلي ٿو. سُتل رات ڏينهن جي احوال کان غافل هوندو آهي. خدا جي دستِ قدرت ۾ تصرف قلم وانگر آهي.

**مرد عارف جو مثال ۽ آيت** اللَّهُ يَتَوَفَّى الْأَنفُسَ حِينَ مَوْتِهَا **(الزمر :۴۲) جو تفسير**

*شمۂ زیں حالِ عارف وا نمود*
*خلق را ہم خواب حسّی در ربود*

ترجمو: ”عارف جي حال جو ڪجهه حصو الله تعاليٰ واضح ڪري ڇڏيو آهي جو ماڻهن کي حسي ننڊ به بي خود ڪري ڇڏيندي آهي.“

عالمِ مثال جنهن کي عالمِ برزخ به چوندا آهن. هي جهان جيڪو اسانجي اکين جي اڳيان آهي ان کي عالمِ اجسام يا عالمِ شهادت چيو ويندو آهي. ۽ يڪي ڪجهه عالمِ شهادت ۾ آهي اهو بنان ڪنهن مادي جي عالمِ مثال ۾ به آهي. اهوئي عالمِ مثال مرڻ کانپوءِ قيامت تائين انسان جو مقام آهي. خواب ۾ اهوئي عالمِ مثال نظر ايندو آهي. اِن کان سواءِ هڪ ٻيو عالمِ ارواح آهي جيڪو مادي ۽ ڪيفيت ٻنهين کان پاڪ ۽ منزه آهي. انسان جي متم جا وار فڪر ۽ پريشاني جي ڪري گهٽجي ويندا آهن. بيداري ۽ سجاڳيءَ ۾ انسان کي طرح طرح جي دردن ۽ تڪليفن سان مقابل ٿيڻو پوندو آهي. صبح کي پيدا ڪرڻ وارو اسرافيل وانگر سيني روحن کي واپس صورت ۾ آڻيندو آهي، جيئن جانورن کي چراگاهه مان واپس آڻڻ کانپوءِ لڏيو ويندو آهي. ڪاش اصحابِ ڪهف وانگر اُن روح کي ايئن محفوظ ڪري ها جيئن ٻيڙيءَ حضرت نوح عليه السلام جي حفاظت ڪئي هئي. سجاڳيءَ ۾ انسان طرح طرح جي مصيبتن ۾ ڦاسندو

آهي. اصحاب ڪهف وانگر گهڻا مقبول بندا هن وقت به آس پاس ۾ موجود آهن پر اسان کي بصيرت حاصل نه آهي جو انهن کي سُڃاڻي سگهون. ظاهر آهي ته اها بي بصيرتي اسان جي معصيت ڪاري جي ڪري آهي.

## خليفي جو ليليٰ کان سوال ۽ ان جو جواب

گفت ليليٰ را خليفه کاں توئی
کز تو مجنوں شد پريشان و غوی

ترجمو: ”خليفي ليليٰ کي چيو: ڇا تون اهائي آهين جو تنهنجي ڪري مجنون پريشان ۽ ديوانو ٿيو آهي.“

خليفي چيو ته تون ٻين حسينن کان وڌيڪ ته نه آهين. ليليٰ چيو: چُپ ڪر، تون به مجنون نه آهين، جيڪڏهن تو وٽ مجنون واري اک هجي ها ته تو لاءِ ٻئي جهان بي قدر هجن ها. تون هوش ۾ آهين پر مجنون بيهوش آهي. عشق جي راهه ۾ بيداري بُر ي آهي. جيڪو شخص دنياوي ڪاروبار ۾ قائل آهي ۽ جاڳي رهيو آهي، اُن جي بيداري ننڊ کان بهتر آهي. خوابِ غفلت ۾ مبتلا ماڻهن جو بيدار هجڻ بهتر آهي. الله جي معاملي ۾ بيدار رهڻ گهرجي. دنياوي ڏنڊن ۾ روح گدلو ٿي ويندو آهي ۽ اُن کي عالمِ بالاجي سير جو رستو ڪونه ملندو آهي. خوابن جي دنيا آباد آهي. بيدار غفلت جي ننڊ ۾ آهي. خواب ۾ جيڪي ظاهر ٿيو حقيقت ۾ اهو ڪجهه نه آهي. جيئن اڏامندڙ پکيءَ جو پاڇو زمين تي پوندو آهي. بيوقوف ان پاڇي جو شڪاري ٿئي ٿو. اهو نٿو سمجهي ته هيءُ عڪس آهي ۽ عڪس ۾ تير اندازي ڪندي سندس ترڪش خالي ٿي وڃي ٿو. عمر پاڇي جي پويان ڊوڙندي برباد ٿي، جڏهن الله جي رحمت شاملِ حال ٿئي تڏهن ان خيال مان نجات ۽ ڇوٽڪارو حاصل ٿيندو.

## راهنما جي تابعداريءَ جي ترغيب

سايۂ يزداں بود بنده خدا
مردۂ ايں عالم و زنده خدا

ترجمو: ”الله جو ٻانهون الله جو پاڇو هوندو آهي. اهو هن دنيا لاءِ مئل آهي پر خدا لاءِ زنده هوندو آهي.“

شڪ شُبهي کان سواءِ اُن جو وڃي دامن جهل، تان ته آخرت جي مصيبت کان ڇُٽي وڃين. قرآن مجيد ۾ مَدَّ الظِّلَّ (الفرقان:۴۵) فرمايو ويو آهي. بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته ان آيت جي ٽُڪري ۾ فرمايو ويو آهي ته ”اي نبي! ڇا تون پنهنجي رب ڏانهن نٿو ڏسين جو اُن ڪهڙي طرح پاڇي کي ڊگهو ڪيو آهي؟“ بزرگ رومي رحمة الله عليه چوي ٿو ته ان پاڇي مان شيخ ڪامل جي وجود ڏانهن اشارو آهي. حضرت ابراهيم عليه السلام ستاري جي الوهيت کان انڪار ڪندي فرمايو هو ته لَآ اُحِبُّ الْاٰفِلِيْنَ (الانعام:٧٦) ”آئون لهي وڃڻ واري کي نٿو پسند ڪريان.“ ان مان مراد ناپائيدار ۽ غير جٽادار دنيا جا تعلقات آهن. پاڇي جي ذريعي سج حاصل ڪرڻو اٿئي ته شمس تبريزي جو دامن جهل. جيڪڏهن جشن ۽ خوشيءَ جو توکي رستو معلوم نه آهي ته ضياءالحق حسام الدين کان پُڇي وٺ. تون ان حسد کي شيطاني وسوسو سمجهه، ڇاڪاڻ ته شيطان کي حسد پيدا ڪرڻ ۾ غُلو (وڏي ڄاڻ) آهي. شيطان حضرت آدم عليه السلام جو قدر ۽ مرتبو ڏسي حسد ڪيو ۽ چوڻ لڳو ته آدم عليه السلام مٽيءَ مان ٺهيو آهي ۽ آئون باهه مان ٺهيو آهيان. ان حسد جو اظهار ڪيائين ته هميشه جي لاءِ سعادت کان محروم ٿي ويو. حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام کي حڪم ٿيو ته بيت الله کي بتن کان پاڪ ڪريو. ان جي معنيٰ ڪبر، وڏائي ۽ حسد واري به آهي. باز پکين ۾ اشرف آهي، ڪانگ (ڪانوَ) گنديون شيون ڪائيندڙ آهي پر حسد جي ڪري بادشاهي باز ڪانگ بڻجي ويندو آهي. جڏهن انسان رياضتون ۽ مجاهدا ڪندو آهي تڏهن اهي نفساني عيب زائل ٿي ويندا آهن. خاصانِ خدا جي پيرن جي مِٽي ٿي وڃ ۽ حسد تي مِٽي وجهه.

**يهودي وزير جي حسد جو بيان**

آں وزیرک از حسد بودش نژاد
تا بباطل گوش و بینی باد داد

ترجمو: ”اهو ڪمينو وزير حسد مان ٺهيو هو، انهيءَ ڪري هُن ناحق پنهنجا ڪن ۽ نڪ برباد ڪيا.“

هن اميد تي ته حسد جي ڏنگ جي ذريعي اُن جو زهر مسڪينن جي جان تي پُهچي ويندو. جيڪو شخص حسد جي ڪري پنهنجا ڪن ۽ نڪ ڪٽي ٿو اهو پنهنجو پاڻ ڪي بي نڪو ۽ بي ڪنو ڪري ٿو. نڪ سان ماڻهو سنگهندو آهي. جنهن ۾ اها صلاحيت نه آهي اهو بي نڪو آهي. بوءِ به دين واري هجي. جڏهن بوءِ سنگهيائين ۽ شڪر ادا نه ڪيائين ته اهو نعمت جو ڪُفران ٿيو، اهو ائين آهي جيئن سچي سونهين ڪي سجاڻي ان مان فائدو نه وٺجي، اهو به ڪفران نعمت آهي. طالب ڪي شيخ ڪامل جي اڳيان ائين بنجڻ گهرجي جيئن مردو غسل ڏيڻ واري جي لاءِ هوندو آهي.

**ماهر عيسائين جو وزير جي مڪر ڪي سمجهي وڃڻ**

ناصحِ دیں گشتہ آں کافر وزیر
کردہ او از مکر در لوزینہ سِیر

ترجمو: ”اهو ڪافر وزير دين جو واعظ بنجي ويو، اُن مڪر سان بادام جي حلوي ۾ ٿوم ملائي ڇڏي.“

صاحبِ ذوق ماڻهو بيان جي لذت به محسوس ڪندا هئا ۽ مڪاري جي تلخي به محسوس ڪندا هئا. ڪنڊ ۽ گلاب ۾ زهر ملائيندو هو. بري جي ڳالهه به بري هوندي آهي.

انسان جي گفتگو انسان جو ٽڪرو هوندي آهي. مانيءَ جو ٽڪرو يقيناً ماني هوندو، انهيءَ ڪري حضرت علي رضي الله عنه فرمايو ته جاهلن جي ڳالهه اروڙيءَ تي سبزيءَ وانگر آهي. اروڙيءَ تي جيڪو ويهندو اهو گندگيءَ تي ويٺو، ان ڪي پاڪائي حاصل ڪرڻ گهرجي. اهو وزير بظاهر جيتوڻيڪ نصيحت ڪندو هو پر اُن جو تاثير زنگيل هو، چاڪاڻ ته ظاهر جي خوبي باطن جو دليل ڪانه هوندي آهي جيئن چاندي ته اڇي آهي پر اُن جي ڪس سان هٿ ۽ ڪپڙا ڪارا ٿين ٿا. باهه جون چڻنگون ۽ اُلا ته ڳاڙها آهن پر ڪاراڻ به ته ڏس. بجلي روشن آهي پر اُن جي خاصيت اکين جي بينائي ڪسي وٺندي آهي. ڇهن سالن جي عرصي ۾ وزير عيسائين جي جاءِ پناهه ٿي ويو ۽ عيسائي اُن جي احڪامن تي جان ڏيڻ لڳا.

**بادشاهه جو خُفيه پيغام مڪار وزير جي نالي**

درمیانِ شاہ واُو پیغام ہا
شاہ را پنہاں بدو آرام ہا

ترجمو: ”بادشاهه ۽ سندس درميان پيغام جاري هئا. بادشاهه ڪي مخفي طور اُن مان آرام ۽ اطمينان حاصل هو.“

بادشاهه وزير ڪي لکيو ته اي اقبال مند! جلدي ڪر، وقت اچي ويو آهي، منهنجي دل ڪي فارغ ڪر، آئون انتظار ۾ آهيان. وزير جواب ڏنو ته آئون هاڻي هن ڪم ۾ لڳو پيو آهيان ته حضرت عيسيٰ عليه السلام جي دين ۾ فتنو وجهان. عيسائين ۾ فتني وجهڻ جي انتظام ۾ ٻارهن امير لڳل هيا. هر فرقو لالچ ۾ پنهنجي امير جو غلام آهي، اهي ٻارهن حاڪم ۽ انهن جي قوم وزير جي غلام بنجي ويئي ۽ اُن جي ڳالهه تي اعتماد ڪرڻ لڳا. جڏهن اُن ڪميڻي يهودي سيني ڪي قابو ڪيو ته مڪر ۽ چالاڪيءَ سان فتنو برپا ڪيائين.

## انجيل جي احڪامن ۾ وزير جي ملاوٽ ۽ چالاڪي

ساخت طومارے بنام ہر یکے
نقش ہر طومار دیگر مسلکے

ترجمو: "هن هر هڪ جي نالي تي هڪ تحرير تيار ڪئي ۽ هر تحرير جي عبارت ٻئي مسلڪ جي هئي."

شروع کان پڇاڙي تائين هر تحرير ٻئي جي خلاف هئي. هڪڙي تحرير ۾ رياضت ۽ بُکئي رهڻ کي توبھ جو رُڪن ۽ شرط قرار ڏنو ويو، ٻي تحرير ۾ هو تہ رياضت مان ڪو فائدو نہ آهي، سخاوت ڪرڻ ڪافي آهي. ڪنهن ۾ لکيل هو تہ نجات ڏيندڙ خدا آهي، فاقہ ڪشي ۽ سخاوت کي ذريعو نجات بنائڻ شرڪ آهي، عبادت ۽ رياضت ضروري آهي. ڪنهن ۾ لکيل هو تہ خدا تي اعتماد جي ضرورت آهي ۽ پنهنجو پاڻ کي خدا جي حوالي ڪرڻ نجات جو ذريعو آهي. خالي توڪل کي نجات جو ذريعو سمجهڻ نبيءَ تي تهمت جي مترادف آهي، ڇاڪاڻ تہ نبيءَ عبادت کي ضروري قرار ڏنو آهي. جيتري قدر خدائي احڪام آهن اهي ڪرڻ جي لاءِ نہ آهن پر ٻانهي کي عاجزي تسليم ڪرائڻ جي لاءِ آهن، انهن تي عمل نامُمڪن آهي. انهن جي ڪري ٻانهو پاڻ کي عاجز تسليم ڪندو رهي. حقيقت ۾ اها جبر جي تعليم آهي. ٻي تحرير ۾ لکيل هو تہ پنهنجو پاڻ کي مجبور محض نہ سمجهو ورنہ خدا جي عطا ڪيل نعمتِ قدرت جو ڪفر ٿيندو. انسان جي قدرت خدا جو عطيو آهي، انهيءَ ڪري انسان قادر آهي ۽ پنهنجي افعالن جو خود خالق آهي. ڪٿي لکيل هو تہ جبر ۽ اختيار جي بحث کي ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ اهي بحث ا٠ کان بي خوفي پيدا ڪندا، انهيءَ ڪري اهي بحث بُت جي قائم مقام آهن. جبر ۽ قدر جا بحث ۽ جيڪي ڪجھ انساني افڪار آهن خود بخود ختم ٿي ويندا، انهيءَ ڪري انهن کي ڇڏڻ جي اهتمام جي ڪا ضرورت نہ آهي. انهن بحثن جو ڇڏڻ بہ نفساني خواهش آهي جيڪا گمراهيءَ جو سبب آهي. مذهبي احڪام ۽ عقيدا عقلي آهن، انسان کي پنهنجي عقل کان ڪم وٺڻ گهرجي. ٻيا چوڻ لڳا تہ ديني معاملن ۾ عقل کي دخل نہ ڏي، ديوانگي اختيار ڪر، ديوانگي اختيار ڪرڻ سان تون خدا جو محبوب بڻجي ويندين. عقل کي پاسيرو رکي ڪري جيڪو دنيا کي ڇڏيندو تہ دنيا پاڻ اُن کي وڌيڪ ملندي. خدا ازل ۾ جيڪي ڪجھ تنهنجي لاءِ مقدر ڪري ڇڏيو آهي اهو ملندو، ان جي لاءِ ڊڪ ڊوڙ جو ٿو ڪرين ۽ ڇو حلال ۽ حرام جو بحث ٿو ڇيڙين. ٻيا چوڻ لڳا تہ جنهن شيءِ ڏانهن دل راغب ٿئي اها بُري ۽ مردود آهي، اُن کي اختيار نہ ڪر، پنهنجي پسند جي شيءِ اختيار ڪرڻ سان ئي مذهبن جو اختلاف پيدا ٿيو آهي، انهيءَ ڪري پسنديدگي حقانيت جو دليل نہ آهي. آسان شيءِ بہ درست آهي جنهن سان دل زنده ٿيندي آهي ۽ روح جي لاءِ اها غذا آهي. آسان ۽ مزاج جي مطابق شيون اختيار ڪرڻ سان ڪو فائدو نہ آهي. آسان ڪم شروع ۾ آسان آهي پر انجام جي اعتبار سان ڏکيو آهي. روح ۽ عقل جنهن ڪم کي آسان سمجهي اهو عين دين آهي. هڪڙي تحرير لکيائين تہ تون خود استاد آهين ڪنهن استاد يا شيخ جي ڪهڙي ضرورت آهي. ڇاڪاڻ تہ جيڪو شيخ کي سڃاڻي سگهي ٿو اهو خود آخرت کي بہ سمجهي سگهي ٿو. هن ڪائنات ۾ وجود فقط واحد جو آهي جيڪو سڄي ڪائنات ۾ جاري ۽ ساري آهي. ٻي ۾ لکيائين تہ ڪروڙين ڪائناتون هڪڙو وجود ڪيئن بڻجي سگهنديون. اُن جي ڳالهين ۾ اهڙوئي اختلاف هو جيئن زهر ۽ کنڊ ۾ هوندو آهي. هر تحرير جي لفظن ۽ معنيٰ ۾ وڏو اختلاف هو. جيستائين مختلف مظاهر کان لنگهي ذاتِ واحد تائين نہ پهچندين تڪميل نہ ٿيندي. هيءَ مثنوي وحدت در وحدت آهي. اي معنيٰ جا طالب! مڇيءَ کان سِماڪ تائين هليو وڃ. هڪ فرضي عقيدو آهي تہ هڪ مڇي آهي. اُن مڇيءَ جي پُٺِ تي هڪ ڏڳو آهي، اُن ڏڳي جي سڱن تي زمين بيٺل آهي. سماڪ بہ تارا آهن جيڪي انتهائي بلنديءَ تي آهن. هڪ کي سماڪِ اعزل ۽ ٻئي کي سماڪ رامح چوندا آهن. هن مثنوي ۾ وحدت الوجود جو ئي بيان آهي، جنهن جي ذريعي زمين کان آسمان تائين جو سير ڪري سگهجي ٿو.

**اختلاف "صورت" ۾ آهي "حقيقت" ۾ ڪو اختلاف ناهي**

زين نمط زين نوع ده طومار و دو
بر نوشت آن دينِ عيسىٰؑ را عدو

ترجمو: "ان انداز ۽ ان قسم جا ٻارهن ڊگها خط اُن حضرت عيسىٰ عليه السلام جي دين جي دشمن لکيا."

اُن کي حضرت عيسىٰ عليه السلام جي يڪ رنگيءَ جي خوشبوءِ ڪونه پهتي هئي ۽ نه حضرت عيسىٰ عليه السلام جي مَٽ وارو مزاج رکندو هو. حضرت عيسىٰ عليه السلام جو مٽ مشهور آهي. حضرت عيسىٰ عليه السلام انگريزي ڪندو هو. رنگ جو هڪ مٽ هو جنهن ۾ هر رنگ جو ڪپڙو رنگيندو هو، جيئن درياءَ ۾ يڪ رنگي آهي جنهن مان مڇي ڪڏهن نٿي ٽڪي. ۽ خُشڪيءَ ۾ ڪٿي زمين ڪاري آهي ڪٿي ڳاڙهي، ڪٿي واري آهي ۽ ڪٿي مِٽي آهي. بخشش جا گهٽا مينهن وٺا، ڪرم جا گهٽا سج اُڀريا. انهن سخاوتن مان ڪڪر ۽ سمنڊ سخاوت سِکي آهي. پاڻي ۽ مٽيءَ تي اُن جو ڪرم ئي زمين جي صلاحيت جو سبب آهي. زمين ۾ اها ديانتداري اُن جي مهرباني سان آهي، ڇاڪاڻ ته اُن تي انصاف جو سج چمڪيو آهي. جمادات جيتوڻيڪ بي جان آهن پر عنايت خداوندي سان جاندارن جهڙو ڪم ڪن ٿا. قدرت جا ڪمالات بيان ڪندي دل ۾ جيڪو جوش پيدا ٿئي ٿو ان جو تاب نه آهي. ان جوش سان ٻڌل ڏٺل ٿي ويو، سنگ دل به نو ـ سان واسجي سنگِ يشب بنجي ويو. يشب هڪ قسم جو قيمتي نوراني پٿر آهي، اهو ڪيميا ساز آهي. ڪيميا ڇا ٿيندي آهي؟ معجزو عنايت ڪرڻ وارو آهي سيميا ڇا ٿيندي آهي؟ ڪيميا اهو فن جنهن سان قلعي ٽامي وغيره کي چاندي يا سون بنايو ويندو آهي. سيميا اهو علم آهي جنهن جي ذريعي انسان مختلف شڪليون اختيار ڪري سگهي ٿو. حضرتِ حق جي ذات جي اڳيان مُمڪن، هجڻ جي باوجود عدم آهي. پنهنجي وجود جو احساس مشاهدي جو حجاب آهي. جنهن اکين کي انڌو ۽ محروميءَ جي ڪري سياه پوش بنائي ڇڏيو آهي. آفتابِ حق جو مشاهدو فنا ڪري ڇڏيندو آهي.

**مڪر ۽ فريب ۾ وزير کي نيٺ هاجو رسڻ جو بيان**

همچو شه نادان و غافل بُد وزير
پنجه ميزد باقديم و ناگزير

ترجمو: "وزير بادشاهه وانگر نادان ۽ غافل هو جيڪو واجب الوجود ۽ قديم سان زور آزمائي رهيو هو."

اُن خدا سان لڙائي ڪري رهيو هو جيڪو قادرِ مطلق آهي. الله تعالىٰ سيني کي پنهنجي معرفت عطا فرمائي. هي جهان محدود ۽ هو غير محدود. نقش ۽ صورت اُن جي اڳيان آڙ آهن يعني عالم سفلي عالمِ علوي آڏو رڪاوٽ آهي. فرعون جا لکين نيزا حضرت موسىٰ عليه السلام هڪ لٺ سان ٽوڙي ڇڏيا. جالينوس جي طبابت حضرت عيسىٰ عليه السلام ۽ اُن جي ڦوڪ اڳيان بيڪار هئي. جالينوس يونان جو مشهور حڪيم آهي، جيڪو حضرت عيسىٰ عليه السلام جو همعصر هو. فلسفي ۽ حڪماءِ محض عقل جي زور تي الله جي معرفت حاصل ڪري وٺن اهو ممڪن نه آهي. الله تعالىٰ عجز ۽ نياز سان ئي دستگيري فرمائيندو آهي. گهٽا "گنج گاؤ" جهڙا خزانا گڏ ڪرڻ وارا عقلمندن جي لاءِ مسخري جو سامان بنجي ويا. "گنج گاؤ" مشهور خزانو جيڪو جمشيد جي زماني جو هو ۽ بهرام جي زماني ۾ هڪ هاريءَ کي هٿ آيو، جنهن ۾ ڳئون جا بت چانديءَ مان ٺهيل هئا، انهيءَ ڪري اُن جو نالو "گنج گاؤ" پئجي ويو. سون ۽ چاندي ڇا آهن؟ جو تون انهن جو ديوانو ٿو بنجين. اهي دنياوي شيون طريقت جي راهه ۾ رڪاوٽ آهن. الله تعالىٰ پنهنجو رحم ڪري. بدڪاريءَ جي ڪري عورت کي مسخ ڪري زهره بنائي ڇڏيائين. زهره هڪ ستاري جو نالو آهي، عوام

۾ هڪ غلط قصو مشهور آهي تہ زهره هڪ عورت هئي. هاروت ۽ ماروت نالي ٻن ملائڪن اُن سان زنا ڪئي. ان سزا ۾ اهي ٻئي بابل جي کوهہ ۾ اونڌا ٽنگيا ويا ۽ زهره عورت انهن ٻنهين کان جيڪو اسمِ اعظم سِکيو هو، اُن جي ذريعي آسمان تي هلي ويئي، تڏهن الله تعاليٰ اُن کي مسخ ڪري زهره ستارو بنائي ڇڏيو. ان سچي قصي جو شريعت ۾ ڪو بنياد نہ آهي محض افسانو آهي. تو پنهنجي همت جو گهوڙو ستارن ڏانهن ڊوڙايو پر ملائڪن جي مسجود حضرت آدم ؑ کي نہ سُڃاتو. تون آدم جو اولاد آهين، ڪيستائين ذلت کي شرافت سمجهندين. جيڪڏهن پوري دنيا صفا برن سان ڀرجي وڃي تہ بہ سج جي گرمي هڪ نظر ۾ ڪين ڳاري ڇڏيندي. خدا جي بخشش مان نااميد نہ ٿيڻ گهرجي، جيڪو ويرانن ۾ خزانن کي محفوظ رکي ٿو. ڪنڌي کي گُل ۽ جسم کي جان بنائي ٿو. حضرت ابراهيم ؑ کي نمرود باهہ ۾ وڌو پر اها باهہ باغ بنجي ويئي.

حڪماء جو هڪ گروه سوفسطائي آهي جيڪو علت ۽ معلول جو سلسلو قائم ڪري ٿو يعني هڪ وجود کي ٻئي وجود تي موقوف رکي ٿو. انهن جو ٻيو گروهہ ڪنهن حقيقت کي موجود نٿو مڃي، هرشيءِ جي وجود کي وهمي ۽ خيالي سمجهي ٿو.

**وزير مڪار جو قوم ۾ ڏقيڙ وجهڻ**

چوں وزیرِ ماکرِ بداعتقاد
دینِ عیسیٰؑ را بدل کرد از فساد

ترجمو: ”جڏهن مڪار بداعتقاد وزير حضرت عيسيٰ ؑ جي دين کي فساد وجهڻ جي لاءِ بدلايو.“

وزير ٻيو مڪر اهو ڪيو، جو وعظ ڪرڻ ڇڏي ڏنائين، اڪيلائيءَ ۾ ويهي رهيو. چاليهہ پنجاهہ ڏينهن کانپوءِ مريدن ۾ شوق وڌيو ۽ چوڻ لڳا تہ توکان سواءِ اسان جي لاءِ روشني نہ آهي. لٺ کان سواءِ انڌو ڪيئن هلي سگهندو؟ اسين ٻارن وانگر آهيون تون دائي آهين، اسان جي پرورش ڪر ۽ تربيت ڪر. تڏهن مڪار جواب ڏنو تہ منهنجي جان بہ او مان لاءِ حاضر آهي پر مون کي ٻاهر اچڻ جو حُڪم نہ آهي. ٻارهن مريد آيا ۽ چوڻ لڳا تہ اسان کي تنهنجين مِٺين ڳالهين جي عادت ٿي ويئي آهي. توکان سواءِ اسانجو چارو نہ آهي مهرباني ڪر اسان تي ايترو ظلم نہ ڪر. جيئن مڇي پاڻيءَ کان ٻاهر تڙپندي آهي اسين ائين تڙپون پيا، خدا جي واسطي اسان جي فرياد ٻُڌ!

**وزير جو پنهنجي تابعدارن کي دفع ڪرڻ**

گفت ہاں اے سُخرگانِ گفتگو
وعظ و گفتار و زبان و گوش جو

ترجمو: ”هُن چيو: خبردار! اي گفتگو جا پابندؤ! وعظ، گفتار، زبان ۽ ڪن، جي تلاش ڪرڻ وارؤ!“

جيستائين ظاهري ڪن ڪليل آهن باطني ڪن ڪم نٿا ڪن. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ: يَاَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ﴿٢٧﴾ ارْجِعِيٓ اِلٰى رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً ﴿٢٨﴾ (الفجر:٢٨) ”اي مطمئن نفس! پنهنجي پروردگار ڏانهن خوش ٿي موٽ.“ انسان جو ظاهري حس مٽيءَ مان ٺهيو آهي انهيءَ ڪري اُن جي سير جي جاءِ بہ آب و گل (مٽي ۽ پاڻيءَ) جو جهان آهي. روح ملاءِ اعليٰ جي شيءِ آهي ان جو سير بہ ملاءِ اعليٰ ۾ هوندو آهي، حس خُشڪي ڏٺي آهي ڇاڪاڻ تہ اهو خُشڪيءَ مان پيدا ٿيو آهي. حضرت موسيٰ ؑ پيدائش کانپوءِ درياءِ نيل ۾ وهايو ويو جو خُشڪ جسم جو سير خُشڪيءَ تي ٿيو، جان جي سير لاءِ درياءَ جي دل تي پير رکيو. اسان جي عمر خُشڪيءَ ۾ گذري آهي. ڪڏهن جبل، جهنگ تہ ڪڏهن ميدان ۾ رهون ٿا. تون آبِ حيات کي ڪيئن لهي سگهندين؟ درياء جي موج کي ڪيئن چيري

سگهندين؟ خاڪي موج اسان جي سمجهه، اسان جو وهم ۽ اسان جي سوچ آهي، آبي موج محويت، سُڪر ۽ فنا آهي. محو تصوف جي اصطلاح ۾ فنا في الذات کي چوندا آهن. جنهن جي مقابل اثبات آهي. سُڪر تصوف ۾ اها ڪيفيت مراد آهي، جنهن ۾ انوارِ غيبي جي غلبي سان ظاهري ۽ باطني احڪام ۾ امتياز ختم ٿي ويندو آهي. ان جي مقابلي ۾ ڪيفيت صحو آهي. ظاهري گفتگو لٽ ۽ غبار وانگر آهي. ڪجهه وقت چُپ رهڻ جي عادت وجهه، هوش ۾اچ. حديث شريف ۾ آهي ته ڪثرتِ ڪلام دل ۾ قساوت پيدا ڪندو آهي.

**تابعدارن جو وري عرض ڪرڻ ته خلوت کي ڇڏيو**

جُمله گفتند اے حکیم رُخنه جو

این فریب و این جفا با ما مگو

ترجمو: "سڀني چيو ته اي حڪيم خلل انداز! اها ٺڳي ۽ اهو ظلم اسان کي نه ٻڌاءِ."

وضعداري اها آهي ته جڏهن اسان کي خادم بنايو اٿئي ته خادم رک، توکي خبر آهي ته اسان جي دوا تنهنجو قُرب آهي. اسان سان هاٿي اهو برتاءُ ڪر جيڪو قابل برداشت آهي. پکيءَ جو داڻو ان جي حيثيت مطابق هوندو آهي. نئين چاول ٻارڙي کي کير جي بجاءِ ماني ڏجي ته مري ويندو. جڏهن ڏند نڪرندا تڏهن پاڻي مانيءَ جي تلاش ڪندو. پرن کان سواءِ پکي ٻليءَ جو ڪاچ بنجي ويندو. توڻ اسان جي لاءِ بمنزله پرن جي آهين، توکان سواءِ اسان جي هلاڪت آهي. اسان جو شيطان کان بچڻ ۽ اسان جو هوش تنهنجي صحبت ۽ گفتگو تي موقوف آهي. تون اسان جي لاءِ چنڊ ۽ روشني آهين. الله جي واسطي اسان تي هڪ نظر وجهه. اسان کي مايوس نه ڪر، اسان جو غم وڌي ويو آهي.

**وزير جو جواب ڏيڻ ته آئون اڪيلائي ڪونه ڇڏيندس**

گفت حُجّت هائے خود کوته کُنید

پند را درجان و در دلِ ره کُنید

ترجمو: "هُن چيو: پنهنجي حجتن کي مختصر ڪريو، جان ۽ دل ۾ نصيحت کي رستو ڏيو."

مطلب ته منهنجيون ڳالهيون دل ۽ جان سان قبول ڪريو. جيڪڏهن آئون امانتدار آهيان ته امين، مُتهم ڪونه هوندو آهي، چاهي آئون آسمان کي زمين چوان. جيڪڏهن آئون ڪامل آهيان ته ڪمال جي هوندي انڪار ڇا جو؟ جيڪڏهن ڪامل نه آهيان ته پوءِ اها زحمت ۽ تڪليف ڇو ٿا ڏيو؟ آئون خلوت مان ٻاهر ڪونه نڪرندس، ڇاڪاڻ ته آئون باطني احوالن ۾ مشغول آهيان.

**وزير جي خلوت متعلق تابعدارن طرفان ٻيو دفعو خوشامد:**

جمله گفتند اے وزیر انکار نیست

گفتِ ماچوں گفتهٔ اغیار نیست

ترجمو: "سڀني چيو ته اي وزير! انڪار ڪونهي، اسان جي ڳالهه غيرن جهڙي نه آهي."

اسان جون اهي ڳالهيون پنهنجن جون آهن جيڪي توهان جي ڪمال کان انڪار جي ڪري نه آهن. جيڪڏهن ڪمال جو انڪار هجي ته اها حالت ڇو هجي. ٻار پنهنجي اندروني تڪليف جي ڪري روئندو آهي، ماءُ کي ستائڻ ان جو مقصد ڪونه هوندو آهي. انهيءَ ڪري اسين جيڪي ڪجهه ڪري رهيا آهيون ان جو مقصد توهان کي ستائڻ نه آهي. تنهنجي وجود جي اڳيان اسان جو وجود معدوم آهي. ممڪن جو وجود حقيقت ۾ ڪجهه نه آهي فقط نظر اچي

تو. انهيءَ ڪري اها ڏسڻ ۾ ايندڙ هستي عدم آهي ۽ واجب جو وجود حقيقي آهي جيڪو نظر نٿو اچي. انهيءَ ڪري اهو وجود مطلقِ فاني نُما آهي. اسين جهنڊي وارا يا ڪاغذي شينهن آهيون. جهنڊو هوا ۾ ڦڙڪي ٿو تہ معلوم ٿئي ٿو ڄڻ اهو حملو ڪندڙ شينهن آهي. اسين معدوم هئاسون، تو وجود جو مزو چکايو، ازل ۾ عهدِ الست وٺي ڪري اسان کي شيدا بنائي. ممڪنات واجب جا نقش و نگار آهن. اسان جو وجود بہ نعمت آهي، گهرڻ کان سواءِ مليو ۽ اسين اشرف المخلوقات ٿياسون. جيڪڏهن خدا پنهنجون نعمتون اسان کان ڇني وٺي تہ اسين ڇا ڪري سگهون ٿا. اسين تہ عاجز آهيون. غزوه بدر ۾ حضور ﷺ هڪ مُٺ پٿرين جي ڪافرن ڏانهن اُڇلائي جنهن سان اهي بدحواس ٿيا ۽ شڪست کاڌائون. الله سائين قرآن پاڪ ۾ فرمايو تہ ”اها تو ڪونہ اڇلائي“ (انفال:١٧) پر الله اڇلائي. اسين محض هڪ اوزار آهيون، اصل فاعل خدا جي ذات آهي. فرقہ جبريہ جو عقيدو آهي تہ انسان پنهنجي افعالن ۾ محض مجبور آهي، انسان کي بلڪل اختيار نہ آهي. اهل سنت وٽ انسان کي اختيار آهي پر اهو اختيار خدا جي اختيار جي تابع آهي. ا تعاليٰ جي جباري صفت سان انسان جو مجبور محض هجڻ لازم نٿو اچي. مطلب تہ انسان ۾ جبر ۽ اختيار مليل جُليل آهي. انهيءَ ڪري اهو مضطر بہ آهي ۽ مختار بہ آهي.

جيڪڏهن انسان محض مجبور هجي ها تہ پنهنجي گناهن تي ڇو شرمائي ها؟ جيڪڏهن شاگرد مجبور محض هجي ها تہ استاد اُن کي ڇو جهڻڪي ها. مدبرن جون تدبيرون ڪرڻ بہ جبر جي منافي آهي. جيڪڏهن هي اعتراض ٿئي تہ مدبرن جي سرگرداني ۽ استاد جو جهڻڪڻ هن بنياد تي آهي تہ اُن کي جبر جو احساس نہ آهي تہ ان جو تمام سنو جواب هيٺ ايندڙ مضمون ۾ ذڪر ڪيل آهي تہ انسان کي پنهنجي جبر ۽ اختيار جو صحيح هوش بيماريءَ جي وقت ٿيندو آهي. چهري جي زردي خوف جي علامت آهي. جيڪڏهن الله جي طرفان جبر هجي تہ انسان کي هر ڪم کان عاجز هجڻ گهرجي حالانڪ ايئن نہ آهي ۽ ڪٿي تہ جبر جو آواز هجڻ گهرجي. مجبور ٻين تي جبر نٿو ڪري سگهي ۽ انسان ٻين تي جبر ۽ ظُلم ڪري ٿو. اها انسان جي عادت آهي تہ پنهنجي مرضيءَ جي ڪمن ۾ پنهنجو اختيار سمجهندو آهي ۽ جيڪو ڪم نہ ڪرڻ گهرجي اُن ۾ پاڻ کي مجبور ظاهر ڪندو آهي. انبياءَ آخرت جي ڪمن کي اختياري سمجهندا آهن ۽ ڪافر دنيا جي ڪمن کي مختياري سمجهندا آهن. پڪي پنهنجي جنس ڏانهن ايتري قدر خوشيءَ سان ويندو آهي جو تون خود اُن جي پويان ويندو آهين ۽ ان جي جان ان کان بہ اڳيان هوندي آهي. ڪافر سجين جي جنس مان آهن. دنيا جي قيدخاني جا قانون خوب سمجهن ٿا. سجين اها جڳهہ آهي جتي ڪافرن جا نالا محفوظ آهن. جهنم جي هڪ واديءَ جو نالو بہ سجين آهي. انبيائن جا روح عليين جي جنس مان آهن، انهيءَ ڪري عليين ڏانهن متوجہ ٿيا. عليين نيڪن جو رجسٽر ۽ جنت جو هڪ مقام پڻ آهي. اي خدا! تون روح کي اهو مقام عنايت فرماءِ جتي قال و قيل کان سواءِ مُڪاشفي سان مسئلا حل ٿيندا آهن. ان ڳالهہ جي ڪا انتها نہ آهي! اسين وري اُن باقي رهيل قصي کي ٻڌايون ٿا.

**وزير جو اڪيلائي ختم ڪرڻ کان انڪار:**

آں وزیر از اندروں آواز داد
کاے مریداں از من ایں معلوم باد

ترجمو: ”اُن وزير اندران آواز ڏنو تہ اي طالبو! منهنجي طرفان هي معلوم هجي...“

... تہ مون کي حضرت عيسيٰ عليہ السلام پيغام ڏنو آهي تہ گوشہ نشيني اختيار ڪر، دوستن کان اڪيلو رهہ. ڳالهائڻ جو حڪم نہ آهي، آئون مُئل آهيان، پنهنجو سامان چوٿين آسمان تي ڪٽي چڪو آهيان. هن ڪانپوءِ چوٿين آسمان جي بلنديءَ تي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي پاسي ۾ ويهندس. حضرت عيسيٰ عليہ السلام چوٿين آسمان تي زنده ۽ سلامت آهي.

**وزير جو هر سردار کي ڌار ڌار ولي عهد بنائڻ**

*وانگہاں نے آں امیراں را بخواند*
*یک بیک تنہا بہریک حرف راند*

ترجمو: ”۽ ڌهن انهن اميرن کي گهرايائين ۽ هڪ هڪ کري هر هڪ سان اڪيلائيءَ ۾ ڳالهه ڪيائين.“
هر هڪ کي چوڻ لڳو ته عيسوي دين ۾ تون الله جو نائب ۽ منهنجو خليفو آهين ۽ ٻيا امير تنهنجا تابع آهن، جيڪو امير سرڪشي ڪري اُن کي مارين يا قيدي بنائين تنهنجي مرضي آهي. جيستائين آئون زنده آهيان تيستائين سرداري جي ڪوشش نہ ڪج. هر هڪ امير کي ائين چيائين ۽ هر هڪ کي هڪڙو دفتر ڏنائين جيڪو ٻئي دفتر جي خلاف هو.

**وزير جو اڪيلائيءَ ۾ آپگهات ڪرڻ**

*بعد ازاں چل روز دیگر در بہ بست*
*خویش را کشت از وجود خود برست*

ترجمو: ”ان ڪانپوءِ وري چاليهہ ڏينهن دروازو بند رکيائين ۽ پنهنجو پاڻ کي قتل ڪري پنهنجي وجود کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيائين.“
جڏهن ماڻهن کي اُن جي موت جي خبر پيئي تڏهن اُن جي قبر تي گڏ ٿي ويا. ڏک ۾ وار پٽڻ ۽ ڪپڙا ڦاڙڻ لڳا. افسوس ڪرڻ وارن ۾ رومي ۽ ڪُرد، عرب ۽ ترڪ سڀ شامل هئا. هڪڙي مهيني تائين روئندا ۽ مٽي ۾ مٽي وجهندا رهيا. هن جي جدائي ۾ ننڍا وڏا توڙي جو بادشاهہ، آهہ زاري ڪري رهيو هو.

**تابعدارن جو ولي عهد ڳولهڻ؟**

*بعد ماہے خلق گفتند اے مہاں*
*از امیراں کے ست بر جایش نشاں*

ترجمو: ”هڪ مهيني ڪانپوءِ ماڻهن چيو تہ اي بزرگو! سردارن مان هن جو قائم مقام ڪهڙو آهي؟“
اسين ان کي پنهنجو امام سمجهون ۽ اُن جي ذريعي ڪم مڪمل ڪريون، اُن جي حڪم جي اطاعت ڪريون. سچ لهي ويو تہ ڏيئو ضروري آهي جيڪو روشني ڏي. پيغمبر الله جا نائب ۽ خليفا آهن ۽ اسان کان پلا آهن، جيئن اڪيون ٻہ آهن پر انهن جي روشنيءَ ۾ وحدت آهي. ٻئي اکيون جڏهن ڪنهن شيءَ کي ڏسنديون آهن تہ اها شي هڪ نظر ايندي آهي.

**سيئي پيغمبر برحق آهن**

*دہ چراغ ار حاضر آری در مکاں*
*ہر یکے باشد بصورت غیر آں*

ترجمو: ”جيڪڏهن تون ڏهہ ڏيئا هڪ جڳهہ تي آڻي رکين تہ ٻہ هر ڏيئو صورت ۾ ٻئي کان جدا هوندو.“
ڏهہ ڏيئا بظاهر ڏهہ آهن پر سيني جي روشنيءَ ۾ وحدت آهي. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْ رُّسُلِهٖ (البقره:٢٨٥) ”اسين الله جي رسولن مان ڪنهن ۾ تفريق نٿا ڪريون.“ تعداد لفظن ۾ آهي، معنيٰ ۾ وحدت آهي ۽ اصل شيءِ معنيٰ آهي. محنت ۽ رياضت جي ذريعي ظاهر پرستي ختم ڪري ڇڏ، تہ وحدت نظر ايندي.

جيڪڏهن تنهنجي رياضت بہ ڪم نہ ڪري تہ الله تعاليٰ جون مهربانيون ان منزل تي پهچائينديون. مومن جو قلب ۽ دل ذاتِ خداوندي جو مظهر آهي. پنهنجي جمال سان درويشن جون ٽُٽل دليون جوڙي ڇڏيندو آهي. عالمِ ارواح ۾ سڀئي هڪ بسيط جوهر هئا، عضوا بہ ڪونہ هئا. جڏهن اُن خالص نور جو مظهر ڪائنات بڻي تہ ان ۾ تعدد پيدا ٿي ويو، جيئن سج جي بسيط روشني مختلف ڪُنگرن تي پئجي تعدد قبول ڪندي آهي. رياضت جي ذريعي مختلف مظهرن کان قطع نظر جي طاقت پيدا ڪريو تان تہ اهو تعدد ۽ فرق مٽجي ويجي.

**ماڻهن سان سندن عقل مطابق مخاطب ٿيڻ جي حڪمت**

شرحِ ایں را گفتمے من از مرے

لیک ترسم تانہ لرزد خاطرے

ترجمو: ”هن راز جو تفصيل زور شور سان بيان ڪر پر آئون ڊڄان ٿو تہ ڪٿي ڪا دل لغزش نہ ڪائي وڃي.“

هن بيان جا نُڪتا تلوار وانگر تيز آهن، ڍال نہ ائٿي تہ پڇي پاسي ٿي. انهيءَ ڪري مون تلوار کي مياڻ ۾ رکيو آهي تان تہ ڪو اُبتو پڙهڻ وارو متان اُبتو پڙهي. هاڻي اسين قصي جي اختتام تي اچي وياسون تہ وزير جي مرڻ ڪانپوءِ اُن جا پيشوا اُٿيا ۽ سندس قائم مقام ٿيڻ گهريائون.

**سردارن جو هڪٻئي سان جهڳڙو ڪرڻ**

یک امیرے زاں امیراں پیش رفت

پیشِ آں قومِ وفا اندیش رفت

ترجمو: ”انهن سردارن مان هڪ سردار اڳتي وڌيو ۽ اُن وفادار قوم جي اڳيان ويو.“

هڪڙي چيو تہ آئون قائم مقام آهيان. هيءَ دفتر دليل آهي تہ هاڻي قائم مقامي تي منهنجي دعويٰ درست آهي. ٻيو سردار بہ دفتر کڻي آيو. ائين سڀئي سردار اُٿي پيا. هر هڪ وٽ وڏو لشڪر هو. تلوارون مياڻ مان نڪري آيون. لکين عيسائي مري ويا. خراب اخروٽ ۾ ٺڪڻ جي آواز کان سواءِ ڪجهہ ڪونہ هوندو آهي. جيڪو مِٺو آهي اهو قيمتي آهي. جسم جي پرواز باطني خوبين جي ذريعي هوندي آهي. اي صورت جا پوڄاري! اهل باطن جو هم نشين ٿيءُ تہ توکي انعام ملي. اهو روح جنهن ۾ ڪا بزرگي نہ آهي اهو مياڻ ۾ ڪاٺيءَ جي تلوار وانگر آهي. زندگيءَ ۾ ڪجهہ قدر ۽ قيمت ٿي سگهي ٿي. مرڻ کان پوءِ جهنم جو ٻارڻ آهي. ميدانِ حشر ۾ اهوئي روح ڪم جو ثابت ٿيندو جيڪو فضيلتن سان ٺمٺار هوندو.

جيڪڏهن پنهنجي روح کي آبدار تلوار وانگر قيمتي بنائڻو ائٿي تہ رهبرِ ڪامل جي صحبت اختيار ڪر، اها صحبت اڪسير آهي. شيخ طريقت اُن کي بناءِ جنهن ۾ آثارِ نبوت نمايان هُجن ۽ اُن جي دل موتيءَ وانگر صاف هجي. رهبرِ ڪامل جي صحبت سو سالن جي بي ريا عبادت کان بهتر آهي. جيڪڏهن تون سخت قسم جو پٿر هجين پر جڏهن صاحبِ دل وٽ پهچندين تہ تون موتي بنجي ويندين. انسان کي رهبرِ ڪامل جي محبت جو شيدائي هجڻ گهرجي. شيخ ڪامل جي وجود کان انسان کي مايوس نہ هجڻ گهرجي. انسان جي طبيعت جي تقاضا مختلف هوندي آهي. ڪنهن دولت واري درويش جو دامن جهل تان تہ اُن جي بزرگيءَ مان تون بلندي حاصل ڪرين. نيڪ صحبت توکي نيڪ بنائيندي، بدبخت جي صحبت توکي بدبخت بنائيندي.

**انجيل ۾ حضور ﷺ جي تعريف ۽ تعظيم جو بيان:**

بود در انجیل نام مصطفیٰ
آں سر پیغمبراں بحر صفا

ترجمو: "مصطفيٰ (ﷺ) جو نالو انجيل ۾ هو جيڪو پيغمبرن جو سردار ۽ صفا جو سمنڊ آهي."

حضور ﷺ جي خُلقي ۽ شڪل، جهاد ۽ روزي ۽ ڪاڏي جو ذڪر هو. عيسائين جي هڪڙي جماعت ثواب جي لاءِ حضور ﷺ جي متبرڪ نالي کي چُمندي هئي. هن قصي ۾ جنهن جماعت جو مون ذڪر ڪيو آهي اها خوف ۽ خطري کان بي خوف هئي. سردارن ۽ وزيرن جي شر کان حضور ﷺ جي نالي جي پناهه ۾ هئي. حضور ﷺ جو نور انهن جو مددگار ٿيو. انهن جو نسل به وڌي ويو. عيسائين جو ٻيو گروهه حضور ﷺ جي نالي جي بي حرمتي ڪندو هو، اهو گروهه ذليل ۽ خوار ٿي ويو. سندن مذهب ۽ قانون متضاد دفترن جي ڪري ختم ٿي ويو. حضور ﷺ جيئن ته اُمت جا مدبر ۽ امانتدار آهن تنهنڪري پاڻ سڳورن ﷺ جو نالو مضبوط قلعو بنيو ته پوءِ اُن روح الامين جي ذات کهڙي درجي جي هوندي!

**عيسوي دين جي هڪ ٻئي دشمن بادشاهه جي ڳالهه**

بعد ازیں خونریز درماں ناپذیر
کاندر افتاد از بلائے آں وزیر

ترجمو: "ناقابلِ علاج خونريزيءَ ڪانپوءِ جيڪا اُن وزير جي مصيبت جي ڪري واقع ٿي هئي..."

اُن يهوديءَ جي نسل مان هڪ ٻيو بادشاهه حضرت عيسيٰ عليه السلام جي قوم جي هلاڪت ڏانهن متوجه ٿيو، اُن واقعي ڏانهن سوره بروج جي آيت قُتِلَ اَصۡحٰبُ الۡاُخۡدُوۡدِ ۙ (البروج:٤) ۾ اشارو موجود آهي. جيڪو شخص ڪا بري رسم جاري ڪري ٿو ته قيامت تائين جيڪي ماڻهو اُن تي عمل ڪندا اهي به اُن جي برائيءَ ۾ شريڪ سمجهيا ويندا ۽ نيڪ طريقي ايجاد ڪرڻ واري کي قيامت تائين عمل ڪرڻ وارن جي نيڪين ۾ شريڪ سمجهيو ويندو. قيامت جي ويجهو اسرافيل ملائڪ ڏنڊ وڃائيندو (صور ڦوڪيندو). قرآن پاڪ ۾ مذڪور آهي ته ثُمَّ اَوۡرَثۡنَا الۡكِتٰبَ الَّذِيۡنَ اصۡطَفَيۡنَا مِنۡ عِبَادِنَا ۚ (الفاطر:٣٢) "پوءِ پنهنجي ٻانهن مان انهن کي ڪتاب جو وارث بنايوسون. جن کي اسان چونڊيو." هن آيت ۾ جنهن ميراث جو ذڪر آهي، اِن مان مراد اهوئي اخلاقِ حسنه ۽ عباداتِ صالحه آهن.

جتي سچا سونهان هوندا اُتي ئي انوارِ نبوت هوندا. ازل کان ئي آفتابِ نبوت مختلف انبيائن تي روشنيءَ جي پالوٽ ڪندو رهيو ته انبيائن کي روشني هڪ ئي جڳهه تان حاصل ٿي. انهيءَ اصول دين ۾ سڀ متحد آهن. جنهن جي ڪنهن ستاري سان وابستگي آهي اُن ستاري جا اثر منجهس ڪجهه نه ڪجهه هوندا آهن. زُهره ستاري جو نالو آهي، اُن سان جنهن کي مناسبت هوندي آهي اُن ماڻهوءَ جو عشق ۽ محبت ڏانهن لاڙو هوندو آهي. مريخ جا اثرات جنگ جوئي ۽ خونريزيءَ جي نشاندهي ڪندا آهن. ستارن جا لامحاله اثرات ٿين ٿا. جيڪڏهن ستارن جا اثرات بقضاءِ الاهي مڃيا وڃن ته ڪو حرج نه آهي پر انهن کي حقيقي موثر مڃڻ ڪُفر آهي. رهبرِ ڪامل اهڙا ستارا آهن جن جي تاثير ۾ خير ئي خير آهي.

رهبرِ ڪامل جو سير ستن آسمانن ۽ زمينن کان وراءُ الوراء آهي. آسماني ستارن ۾ پاڻ ۾ ملڻ ۽ جدا ٿيڻ سان جيڪي نقص پيدا ٿين ٿا، سچا ٻانها انهن کان اَجا آهن. آسماني ستارن کان قدرت هي ڪم وٺندي آهي ته جڏهن شيطان غيبي خبرون چورائڻ جي لاءِ آسمان ڏانهن وڃن ٿا، تڏهن ستارا اُمڙ ٿي انهن کي لڳندا آهن. سچا سونهان به

نفسِ اماره ۾ ڪافرن جي لاءِ ائين ئي آهن. الله جي مدد سان اهي غالب آهن پر منڪسر المزاجي جي ڪري مغلوب نظر ايندا آهن. جانورن جو رنگ ڳَل مان ڏنو ويندو آهي. انساني رنگ مان مراد باطني وصفون آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ صِبۡغَةَ اللّٰهِ ۚ وَمَنۡ اَحۡسَنُ مِنَ اللّٰهِ صِبۡغَةً (البقره:١٣٨) "الله جو رنگ ۽ ڪير آهي الله کان وڌيڪ سٺي رنگ وارو." پاڻي درياء مان ايندو آهي ۽ درياء ۾ ويندو آهي جتان اچي ٿو ان جاءِ تي وڃي ٿو. سمنڊ جو پاڻي بُخارات بنجي ڪڪرن ۾ تبديل ٿيندو آهي وري وسي اُن سمنڊ ۾ واپس ويندو آهي. جبل جي چوٽيءَ تان تيز ايندڙ سيلاب ۾ اسان جي جسم سان عشق ۾ ٻڌل جان روان هوندي آهي.

**بادشاه جو باهہ ٻارڻ ۽ وٽس هڪ بت رکڻ ۽ پڙهو ڏيارڻ تہ جيڪو ان کي سجدو ڪندو ڇوٽڪارو لهندو!**

آں جهودِ سگ بہ بیں چہ رائے کرد
پہلوئے آتش بتے برپائے کرد

ترجمو: "ڏسو اُن يهودي ڪُتي ڪهڙي تدبير ڪئي جو باهہ وٽ هڪ بُت بيهاري ڇڏيائين."

ڇوڻ لڳو تہ جيڪو هن بت کي سجدو ڪندو بچي ويندو، جيڪڏهن نہ ڪندو تہ باهہ ۾ ساڙيو ويندو. اصل بت انسان جو نفس آهي جيڪو سوين بُتن کي جنم ڏئي ٿو. لوهہ سان لوهہ يا پٿر سان پٿر ٽڪرائجي ٿو تہ چڻنگ نڪري ٿي. چڻنگ کي اجهائڻ ممڪن آهي پر پٿر اندر جيڪو چڻنگ پيدا ڪرڻ جو مادو آهي اُن کي اُجهائي نٿو سگهجي. اهڙي طرح نفس جا پيدا ڪيل بُت فنا ڪري سگهجن ٿا پر نفس جي اها قوت جيڪا بُت پيدا ڪري ٿي اُن جو ازالو ڏاڍو ڏکيو آهي. ان کان مطمئن نہ هجڻ گهرجي. بُت جو مثال اُن ڪاري پاڻيءَ جهڙو آهي جنهن جو سرچشمون انساني نفس آهي. گندي پاڻيءَ جا سوَ گهڙا يا مٽ هڪ پٿر سان ٽوڙي سگهجن ٿا پر چشمو بند نٿو ڪري سگهجي. دوزخ جا جيتري قدر عذاب آهن اهي حقيقت ۾ خبيث نفس جا عمل آهن تہ گويا نفس جي مڪمل تصوير دوزخ آهي. نفس هر پَل ۾ هڪ مڪر ڪري ٿو جنهن ۾ سوين فرعوني شخصيتون غرق رهن ٿيون. فرعون جي مقابلي ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جو ذڪر آهي. خدا ۽ رسول صلي الله عليه وسلم جي تابعداري ئي نجات جو ذريعو آهي. ابوجهل جو رستو هلاڪت وارو آهي.

**هڪ عورت جو پنهنجي ٻار سان گڏ اچڻ، انڪار ڪرڻ تي ٻار کي باهہ ۾ اڇلائڻ ۽ باهہ ۾ ٻار جو ڳالهائڻ!**

یک زنے با طفل آورد آں جہود
پیش آں بُت و آتش اندر شعلہ بود

ترجمو: "اُن يهوديءَ هڪ عورت کي ٻار سان گڏ آندو بُت جي اڳيان ۽ باهہ ڀڙڪي رهي هئي."

يهوديءَ چيو تہ بُت کي سجدو ڪر، ورنہ توکي باهہ ۾ ساڙيو ويندو. عورت يقين واري هئي بُت کي سجدو نہ ڪيائين. يهوديءَ عورت کان ٻار کي ڦُري باهہ ۾ روڙو. عورت، کي ڊپ ٿيو ۽ دل مان ايمان هٽائڻ جو سوچيائين ۽ بُت کي سجدي جو ارادو ڪيائين. اندران ٻار آواز ڏنو تہ بظاهر باهہ ۾ آهيان پر هتي رحمت ۾ خوش آهيان. اطاعتون بظاهر ناگوار آهن پر انهن جو نتيجو سُٺو آهي. گناهہ بظاهر مِٺو آهي پر حقيقت ۾ ڏاڍو ڪڙو آهي. ماءُ جي رحم جي زندگي پسند هئي. پيدا ٿيڻ کان ڊپ ٿيندو هو. پيدا ٿيڻ ڪانپوءِ دنيا سُٺي لڳي. جيئن تہ رحم مادر کي ماٺهو سُٺو سمجهندو هو ۽ دنيا کي برو پر پوءِ دنيا سُٺي لڳي، اهڙي طرح دنيا کي ڇڏي باهہ ۾ وڃڻ کي برو سمجهيائين پر باهہ ۾ وڃڻ ڪانپوءِ دنيا خراب لڳي. ماءُ باهہ کي خراب ۽ هاڃيڪار سمجهي رهي هئي پر معلوم ٿيو تہ اُن جي ذري ذري ۾ مسيحائي آهي. ٻار چوڻ لڳو تہ اندر اچ، ڀين کي بہ وٺي اچ. جيڪي دنيا جي لذتن ۾ مست ۽ برباد آهن انهن کي بہ وٺي اچ. ٻار ماءُ جو هٿ پڪڙيو، عورت الله جي رحمت ۾ ويئي ۽ ماڻهن کي چوڻ لڳي تہ باهہ اندر هن باغ کي ڏسو!

**ماڻهن جو پنهنجو پاڻ کي ذوق شوق وچان باهہ ۾ وجهڻ:**

*خلق خودرا بعدزاں بے خویشتن*
*میفگندند اندر آتش مرد و زن*

ترجمو: ”ان کانپوءِ بيخود ٿي ڪري ماڻهو مرد ۽ عورتون پنهنجو پاڻ کي باهہ ۾ وجهڻ لڳا.“

ڪنهن جي سڏڻ ۽ زور پرڻ کان سواءِ دوست جي عشق جي ڪري ويا پئي، ڇاڪاڻ تہ هر ڪڙي شيءِ کي مِٺو ڪرڻ اُن جي طرفان آهي. سپاهي ماڻهن کي باهہ کان روڪي رهيا هئا پر ماڻهو زور ڪري وڃي رهيا هئا. يهودي شرمندو ٿي رهيو هو. خدا جو شڪر آهي جو شيطان يهودي، خود پنهنجي ڄار ۾ ڦاسي پيو. جهڙي طرح اهو يهودي بادشاهہ پنهنجي ڪم کان خود ذليل ٿيو اهڙي طرح حضور ﷺ جو مذاق اُڏائڻ وارا ذليل ٿيا.

**مسخريءَ سان حضور ﷺ جن جو نالو ڪٺندڙ شخص سان ٿيل تعدي**

*آں دہن کژکرد و از تسخر بخواند*
*نام احمدؐ را دہانش کژ بماند*

ترجمو: ”جنهن مُنهن ٽيڙو ڪيو ۽ احمد ﷺ جو نالو مسخري سان ورتو، اُن جو منهن ٽيڏو ئي رهجي ويو.“

مسخري ڪرڻ وارو واپس آيو ۽ چوڻ لڳو تہ اي محمد ﷺ مون کي معاف ڪريو. توهان کي خدا جي مهربانين سان لُدني علم حاصل آهي. (علم لُدني براهہ راست خدا کان، ڪنهن استاد کان سواءِ حاصل ٿيندو آهي) مون جهالت جي ڪري توهان جو مذاق اڏايو. خدا ڪنهن جي پرده دري ڪرڻ چاهيندو آهي تہ اُن جي واتان پاڪ ماڻهن تي طعنہ زني ڪرائيندو آهي ۽ جيڪڏهن خدا چاهيندو آهي تہ ڪنهن جي عيب پوشي ڪري تہ اهو شخص عيبدارن جا عيب بہ بيان نہ ڪندو آهي. اها اک مبارڪ آهي جيڪا خدا جي خوف ۾ روئي ٿي ۽ اها دل مبارڪ آهي جيڪا خدا جي محبت ۾ جلي ٿي.

هر سختيءَ کانپوءِ راحت هوندي آهي. جيڪو شخص انجام تي نظر رکي ٿو، اهو قابلِ مبارڪباد آهي. الله جي خوف کان اڪيلائي ۾ روئڻ الله کي ڏاڍ و محبوب آهي. سيد الڪونين ﷺ معاف ڪري ڇڏيو ۽ فرمايو: تون رحم چاهين ٿو تہ ڳوڙها ڳاڙڻ واري تي رحم ڪر. تون رحم چاهين ٿو تہ ڪمزورن تي رحم ڪر.

**يهودي بادشاهہ جو باهہ تي ڪاوڙجڻ تہ اها ساڙي ڇو نٿي ۽ باهہ جو جواب ڏيڻ:**

*رو بآتش کرد شہ کاے تندخو*
*آں جہاں سوز طبیعی خوت کُو*

ترجمو: ”بادشاهہ باهہ ڏانهن متوجہ ٿيو تہ اي بدمزاج! تنهنجي دنيا کي ساڙڻ واري فطري عادت ڪيڏانهن وئي؟“

تون ڇو نٿي ساڙين؟ تنهنجي خاصيت ڪيڏانهن وئي؟ يا اسان جي نصيب سان تنهنجي نيت بدلجي وئي؟ تون پنهنجي پوڄارين کي ڪڏهن بہ بخش نٿي ڪرين. تون انهن کي جيڪي توکي نٿا پوڄين، ڇو نٿين ساڙين؟ هاءِ تعجب! هيءَ ڪهڙي نظربندي يا حواس بندي آهي جنهن سان انسان جا حواس گم ٿيو وڃن يا ڪنهن توتي جادو ڪيو آهي يا سيميا آهي. سيميا اهو علم آهي جنهنجي ذريعي انسان پنهنجي شڪل بدلائي ڇڏيندو آهي. موهوم شين کي موجود ڪري ڏيکاريندو آهي. باهہ جواب ڏنو تہ آئون ساڳي باهہ آهيان اندر اچي ڏس. آئون خدا جي حڪم سان ساڙيندي آهيان. جيئن ظاهري باهہ خدا جي حڪم جي پابند آهي اهڙي طرح باطني باهہ بہ خدا جي حڪم جي پابند

آهي. خدا اسباب جا اثرات بدلائي ڇڏيندو آهي. جيتري قدر عنصر آهن خدا جي حڪم جا پابند آهن ۽ اُن جي احڪامن کي سمجهن ٿا. فقط آئون باھ خدا جي حڪم جي پابند نہ آهيان پر منتظر بہ رهندي آهيان. حقيقتاً الله تعالىٰ سبب الاسباب آهي يعني اسباب ۾ تاثير اهوئي پيدا ڪندو آهي. عوام جي نگاھ ظاهري اسباب تي رهي ٿي، انبيائن جي نظر مسبب الاسباب تي رهندي آهي. ڏول جي ڇڪڻ جو سبب بظاهر رسي آهي پر حقيقي سبب رسي ڇڪڻ وارو آهي. فلسفي آسمان کي مسبب الاسباب مڃين ٿا.

مولانا رومي رحمة الله عليه فرمايو تہ اسباب بمنزلہ گهڙيءَ جي آهي ۽ اصل سبب گهڙيءَ کي گهمائڻ وارو الله تعالىٰ آهي. فلسفي فلڪ الافلاڪ جي گردش کي حقيقي سبب قرار ڏين ٿا. تون خالي آسمان وانگر سرگردان نہ رھ ۽ بي عقليءَ جي ڪري مَرخ وانگر نہ جل ۽ سڙ. مرخ هڪ وڻ آهي جنهن مان باھ ڪڍندا آهن. هوا ۽ باھ الله جي حڪم سان وجود ۾ اچي ٿي. عاد جي قوم جنهن ۾ حضرت هود عليہ السلام کي پيغمبر بنائي موڪليو ويو هو انهن جي سرڪشي ۽ نافرماني جي ڪري اُنهن تي هوا کي مسلط ڪيو ويو، جنهن انهن مان ڪافرن کي هلاڪ ڪيو. هرا جيڪڏهن الله جي حڪم کان سواءِ هجي ها تہ نيڪ ۽ بد ۾ فرق ڪيئن ڪري ها؟

**هوا جو هود عليہ السلام جي قوم کي مارڻ جو قصو:**

هود گردِ مومناں خطے کشید
نرم می شد باد کانجا میرسید

ترجمو: ”مومنن کي چئني پاسان حضرت هود عليہ السلام ليڪو ڪڍيو. جڏهن هوا اُن جڳھ تي پُهتي ٿي تہ هلڪي ۽ نرم ٿي ويئي ٿي.“

جيڪي دائري کان ٻاهر هئا انهن کي هوا ٽُڪرا ڪري رهي هئي. اهڙي طرح حضرت شيبان (هڪ نيڪ انسان جو نالو) جڏهن جُمعي جي نماز جي لاءِ ويندو هو تڏهن پنهنجي ٻڪرين جي چوڌاري ليڪو ڪڍي ويندو هو، اُن ليڪي ۾ نہ بگهڙ اچي سگهندو هو ۽ نہ وري ڪا ٻڪري ٻاهر نڪري سگهندي هئي. اولياء الله تي موت جا بهتر آثار طاري ٿيندا آهن. باھ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي تڪليف نہ پهچائي. فرعون، حضرت موسىٰ عليہ السلام جو پيڇو ڪيو تہ درياءِ نيل جي موجن اُنکي ۽ اُن جي قوم قبطين کي غرق ڪري ڇڏيو. قارون حضرت موسىٰ عليہ السلام جو سوٽ هو، وڏو مالدار هو. حضرت موسىٰ عليہ السلام کي هُن ڏاڍو ستايو، تڏهن الله تعالىٰ خزانن سان گڏ قارون کي زمين ۾ ڳيهائي ڇڏيو. حضرت عيسىٰ عليہ السلام چمڙي جي شڪل جهڙو هڪڙو پکي مٽيءَ مان ٺاهيو ۽ اُن تي دم ڪيائين تہ اهو پکي اُڏامڻ لڳو. تنهنجو ”سبحان الله“ چوڻ بمنزلہ گادي (مٽيءَ) واري پکيءَ جي آهي ۽ سچي دل سان چوڻ بمنزلہ دم عيسىٰ جي آهي. حضرت موسىٰ عليہ السلام طور جبل تي ويو ۽ اُن جي لاءِ رب جي تجلي رونما ٿي تہ طور جبل کي وجد اچي ويو ۽ اُن ۾ صفتِ انساني يعني وجداني حرڪت پيدا ٿي ويئي ۽ ان جي جماديت جو نقصِ ختم ٿي ويو. حضرت موسىٰ عليہ السلام جو جسم بہ مٽيءَ مان ٺهيو هو. جيڪڏهن مٽيءَ جو جبل صوفي بڻجي ويو تہ ڪهڙو تعجب آهي.

**يهودي بادشاھ جي، نصيحت ڪرڻ وارن جي نصيحت تي طنز ۽ انڪار:**

ایں عجائب دید آں شاہِ جہود
جز کہ طنز و جز کہ انکارش نبود

**ترجمو: ”جڏهن يهودي بادشاھ هي عجائب ڏٺا تہ طنز ۽ انڪار کان سواءِ اُن کي ڪجھ حاصل ڪونہ ٿيو.“**

نصيحت ڪرڻ وارن چيو تہ حد کان نہ وڌ، قتل ڪرڻ ڇڏي ڏي، اهو برو ڪم نہ ڪر ۽ اهو ظُلم جهنم ۾ جلڻ جو سبب بنبو. ظالم بادشاهہ نصيحت ڪرڻ وارن جا هٿ پڏا ۽ ڪين قيد ڪيو. تڏهن آواز آيو تہ اي ڪُتا! بيهہ اسان جو قهر پهچي چڪو آهي. چاليهہ گز باهہ مٿي اُبري ۽ يهودين کي ساڙڻ لڳي. هيءَ بادشاهہ بہ شيطان هو ۽ شيطان باهہ مان ٺهيو آهي. هو باهہ ۾ هليو ويو، ڇاڪاڻ تہ جُز جو رستو ڪُل ڏانهن هوندو آهي ۽ هاويہ ۾ ويو. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اَمَّا مَنْ خَفَّتْ مَوَازِيْنُهٗ ۙ﴿۸﴾ فَاُمُّهٗ هَاوِيَةٌ ۙ﴿۹﴾ وَمَآ اَدْرٰىكَ مَا هِيَهْ ﴿۱۰﴾ (القارعة:٨-١٠) ”جنهن جا نيڪ عمل هلڪا ٿيا انهن جو ٺڪاڻو هاويہ آهي.“ ڪافرن جي ماءُ جهنم آهي انهيءَ ڪري انهن کي طلب ڪندي. چار عنصر آهن. پاڻي بہ عنصر آهي ۽ هوا بہ، انهيءَ ڪري هوا پاڻيءَ کي پاڻ ڏانهن ڇڪي وٺندي آهي.

جيئن تہ روح عالمِ بالاجي شيءِ آهي تہ باهہ جي هوا اسان کي آهستي آهستي اُن جي اصل مقام تي پهچائيندي آهي. پاڪ ڪلمن جو بہ اصل مقام ملاءِ اعليٰ آهي، انهيءَ ڪري اهي پنهنجي مقام ڏانهن رجوع ڪن ٿا. ڪلمات طيبہ مٿي چڙهندا آهن ۽ خدا جي رحمت هيٺ لهندياآهي. انسان کي جنهن شيءِ جو ذوق هوندو آهي اُن ڏانهن ڇڪبو آهي. حقيقت ۾ هر هڪ شيءِ کي پنهنجي جنس جو ذوق هوندو آهي ۽ ڪڏهن اُن شيءِ سان بہ ذوق ٿيندو آهي جيڪا في الحال تہ هم جنس نہ آهي پر پوءِ هم جنس بنجي ويندي آهي،. جيئن ماني پاڻي. هونئن اهي انسان جي جنس مان نہ آهن پر انساني بدن ۾ وڃي ڪري انسان جو جز بنجي وڃن ٿيا. ڪڏهن ذوق هن ڪري ٿيندو آهي تہ اها شيءِ حقيقتاً تہ هم جنس نہ آهي پر هم جنس سان مشابهت رکندي آهي پر اهو ذوق عارضي آهي.

پکي شڪاريءَ جي سِيند ڏانهن هن ڪري ڇڪجي ٿو تہ اها سِيند اُن جي هم جنس پکيءَ جي آواز سان مشابهت رکي ٿي پر حقيقت کُلڻ تي فوراً ڀڄندو آهي. چمڪندڙ واري (رُڃ) جيڪا پري کان پاڻي نظر ايندي آهي، حقيقت ۾ اها رُڃ آهي، اُڃايل ان ڏانهن ڀڄندو آهي. مسڪين کوٽي سڪي سان خوش ٿئي ٿو پر ٽڪسال ۾ وڃڻ کان پوءِ پريشان ٿيندو آهي. خبردار! مٿان کو ملمع ساز توکي ٺڳائي نہ ڇڏي ۽ ڪج خيالي توکي کوهہ ۾ نہ ڪيرائي. اهڙا قصا ڪليلہ دمنہ◆ ۾ ڳول ۽ انهن قصن ۾ پنهنجو حصو طلب ڪر. تو ڪليلہ دمنہ پڙهيو هوندو، اهو ڇلڪو ۽ افسانو آهي جان جو مغز نہ آهي.

## شڪار جي جانورن جو قصو، توڪل ۽ ڪوشش ترڪ ڪرڻ جي براين بابت:

طائفہ نخچیر در وادی خوش
بود شان باشیر دائم کشمکش

ترجمو: ”شڪار جي جانورن جي هڪڙي جماعت عمده وادي ۾ رهندي هئي، شينهن سان انهن جي ڇڪش مڪش هلندڙ هئي.“

جانور جيڏي مهل چرڻ آيا ٿي تہ شينهن انهن تي حملو ڪيو ٿي. جانورن تدبير ڪئي ۽ شينهن وٽ آيا تہ اسين توکي پيٽ ڀرڻ جيتري خوراڪ ڏينداسون، پيٽ ڀريل هجئي تہ ڪنهن جي پُٺيان نہ پئج تان تہ اهو گاهہ اسان جي لاءِ ڪڙو نہ ٿئي.

◆ (ڪليلہ دمنہ مشهور ڪتاب آهي. ڪليلہ ۽ دمنہ ٻن فرضي گدڙن جا نالا آهن جن جي زباني گهڻا نصيحت آميز قصا ۽ ڪهاڻيون نقل ڪيون ويون آهن. اهو اصل ڪتاب سنسڪرت ۾ هو. پوءِ اُن جو فارسي ترجمو ٿيو، پوءِ خليفي هارون الرشيد فارسيءَ مان عربيءَ ۾ترجمو ڪرايو. هاڻي اُن جا فارسي ۽ سنسڪرت وارا نسخا گم آهن. عربي نسخي تان اهو ڪتاب دنيا جي مشهور زبانن ۾ منتقل ٿيو آهي.)

**شينهن جو جواب ڏيڻ ۽ ڪوشش جي خصوصيت بابت**

گفت آرے گر وفا بے نم نہ مکر

مکر ہا دیدم بسے از زید و بکر

ترجمو: ”اُن چيو: هائو جيڪڏهن آئون وفاداري ڏسندس مڪاري نه. زيد ۽ بڪر جي مون گهڻي مڪاري ڏٺي آهي.“

عام انسانن جي قول ۽ فعل کان آئون تباهه ٿيو آهيان، آئون نانگ ۽ وڇونءَ جو ڏنگيل آهيان. منهنجو نفس هر وقت تاڙ ۾ آهي. مڪر سيني انسانن کان بدتر آهي. حديث شريف ۾ آهي ته: لَايُلْدَغُ الْمُؤْمِنُ مِنْ جُحرٍوَاحِدٍ مَرَّتَيْنِ ”مومن هڪ سوراخ مان ٻه دفعا نه ڏنگيو ويندو.“

**شڪارن جي توڪل کي ڪوشش ۽ ڪمائڻ تي ترجيح ڏيڻ**

جملہ گفتند اے امیر باخبر

اَلْحَذَرُ دَعْ لَيْسَ يُغْنِيْ عَنْ قَدَر

ترجمو: ”سيني چيو ته اي باخبر سردار! احتياط کي ڇڏ، اهو تقدير کان بي نياز نٿو ڪري.“

بچاءُ ۾ شور ۽ شر کي ڇڏي ڏي، وڃي توڪل ڪر، خدائي فيصلي جو مقابلو نه ڪر، الله جي حڪم جي اڳيان سرِ تسليم خم ڪر، تان ته الله جي طرفان عذاب نه اچي.

**شينهن جو وري ڪوشش کي توڪل ۽ تسليم تي ترجيح ڏيڻ:**

گفت آرے گر توکّل رہبر ست

ایں سبب ہم سُنتِ پیغمبر ست

ترجمو: ”اُن چيو بيشڪ، جيتوڻيڪ توڪل راهنما آهي، هيءُ سبب (اختيار ڪرڻ) به پيغمبر جي سنت آهي.“

اسباب کي اختيار ڪرڻ حضور ﷺ جي سنت آهي. حضور ﷺ فرمايو آهي ته اِعْقَلْ وَتَوَكَّلْ ”اُٺ کي ڏاڻ ڏي ۽ خدا تي ڀروسو ڪر.“ يعني حفاظت جا جيڪي اسباب آهن اهي به اختيار ڪر. اَلْكَاسِبُ حَبِيْبُ اللهِ ڪمائڻ وارو الله جو محبوب آهي. اهو مشهور مقولو آهي. انسان کي اسباب اختيار ڪرڻ ۾ سستي نه ڪرڻ گهرجي. انسان جو محنت ڪرڻ ۽ دنياوي اسباب اختيار ڪرڻ توڪل جي خلاف نه آهي. جيڪڏهن تون ڪوشش کان باز رهين ته اها بي وقوفي آهي.

**وري شِڪارن جو توڪل کي ڪوشش ۽ ڪمائي تي ترجيح ڏيڻ:**

قوم گفتندش کہ کسب از ضعفِ خلق

لقمۂ تزویر داں بر قدرِ حلق

ترجمو: ”قوم اُن کي چيو ته ڪوشش ماڻهن جي ڪمزوريءَ جي ڪري آهي ۽ اُن کي بقدر حلق (نڙي) فريب جو گراهه سمجهه.“

انسان کي ڪمائي هن ڪري ڪرڻي پوي ٿي ته اُن جي عقيدي ۾ ڪمزوري اچي ويئي آهي، خدا تي ڀروسو نٿو ڪري. خدا جي حڪم تي سر تسليم خم ڪرڻ گهرجي. انسان تدبير ڪئي ۽ تدبير ڇار ٿي. فرعون دروازو بند ڪيو ۽ دشمن گهر ۾ هو، فرعون جي تدبير ان قسم جي هئي.

نوٽ: فرعون لقب آهي، نالو وليد بن مصعب اٿس. اهو مصر جو ظالم بادشاهه ٿي گذريو آهي. جادوگرن هن کي ٻڌايو هو ته بني اسرائيل ۾ هڪ ڇوڪرو پيدا ٿيندو جيڪو تنهنجي سلطنت جي زوال جو باعث بڻبو. انهيءَ ڪري فرعون بني اسرائيل ۾ پيدا ٿيڻ وارا ٻار قتل ڪرائڻ شروع ڪيا. حضرت موسىٰ کي اُن جي والده پيدائش کانپوءِ درياءِ نيل ۾ وجهي ڇڏيو، جيڪو نيٺ وڃي فرعون جي گهر ۾ پهتو ۽ اتي اُن جي پرورش ٿي ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام اُن جي سلطنت جي زوال جو سبب بڻيو. ٻار جيستائين هليو نٿي تيستائين والد جو ڪنڌ اُن جي سواري هئي، جڏهن پيرن سان هليو تڏهن مصيبت ۽ مشقت جي اونڌهه ۾ ڦاسي ويو. روح عالم ازل ۾ هٿن ۽ پيرن کان سواءِ ڦريا پئي ۽ چاڪاڻ ته عالمِ بالا ماده کان صاف آهي. حضرت آدم عليه السلام ۽ حوا کي ڪٽڪ کائڻ کانپوءِ حڪم ٿيو ته هيٺ زمين تي لهو. اسين الله جو عيال آهيون. جيئن حديث قدسي ۾ فرمايو ويو آهي ته اَلْخَلْقُ عَيَالُ اللهِ مخلوق الله جو عيال آهي. الله سائين آسمان مان مينهن وسائي ٿو، هيءَ به ڪري سگهي ٿو ته اهو ڪرم سان ماني ڏي.

**شينهن جو توڪل تي ڪوشش کي ٻيو دفعو ترجيح ڏيڻ:**

گفت شیر آرے ولی ربُّ العباد

نرد بانے پیش پائے مانہاد

ترجمو: "شينهن چيو ته هائو پر ٻانهن جي پروردگار اسان جي پيرن وٽ چاڙهي رکي ڇڏي آهي."

جڳهه تي درجه بدرجه چڙهڻ گهرجي. توکي پير آهن پوءِ منڊو ڇو ٿو ٿئين؟ هٿ آهن پوءِ چنبو ڇو ٿو لِڪائين؟ آقا غلام کي بيلچو ڏنو آهي، مطلب هي آهي ته زمين کوٽ. جڏهن خدا اهي عضوا ڏنا آهن ته اشارو آهي ته هٿ پير ڪم ۾ هلاءِ، جڏهن تون انهن اشارن کي دل تي نقش ڪندين، محنت ۽ رياضت ڪندين، تڏهن مجاهدي سان ڪشفِ شهود ٿيندو. هاٿي توتي عملن جو بار ٿيندو، سياٿي اهي ئي عمل راحت جو سبب ٿيندا. پنهنجو پاڻ کي مجبور نه سمجهه، جڏهن تون الله جي دربار ۾ پهچندين ۽ توکي حق جو مشاهدو ميسر ٿيندو. اهو شخص جيڪو عقيدهءِ جبر جو قائل آهي انسان کي مجبور محض سمجهي ٿو، اهو به پنهنجي نفعي جي لاءِ ڀڄندو وتي. عبادت ۽ اطاعت ۾ پاڻ کي مجبور سمجهي ٿو. پاڻ کي مجبور سمجهڻ ائين آهي جيئن چورن جي وچ ۾ سمهڻ. جيڪو ڪڪڙ بي وقت ٻانگ ڏئي ٿو اُن کي ذبح ڪيو ويندو آهي. قوتِ عقليه کي جيڪڏهن ڪم ۾ نه آندو وڃي ته اها بيڪار ٿي ويندي. الله جي نعمتن جو انڪار عذاب جو سبب آهي. ڪم ۾ لڳڻ کانپوءِ توڪل ڪرڻ گهرجي. الله تي ڀروسو ضروري آهي ورنه انسان مصيبت ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي.

**شڪارن جو توڪل کي ڪوشش تي وري ترجيح ڏيڻ**

جملہ باوے بانگ ہا برداشتند

کاں حریصاں کیں سبب ہا کاشتند

ترجمو: "سڀئي اُن تي واويلا ڪرڻ لڳا ته اهي اسباب حريصن پوکيا آهن."

مطلب ته حريص انسان اسباب اختيار ڪن ٿا، جيڪڏهن اسباب اختيار ڪرڻ مفيد هجي ها ته لکين انسان جن اسباب اختيار ڪيا، محروم ڇو ٿيا؟ پيٽ ڀرڻ تي ارڙ نانگ به سمهي رهندو آهي ورنه زبان ٻاهر ڪڍي ڦرندو پيو آهي. جيڪي ماڻهو اسباب کي حقيقي موثر مڃين ٿا انهن جي مڪرن سان جبل به هٽي ويندا آهن. اي نامدار! ڪوشش کي براءِ نام سمجهه، ڪوشش وهم کان سواءِ ڪجهه به نه آهي.

**عزرائيل عليه السلام جو هڪ شخص کي گهورڻ ۽ اُن جو سليمان عليه السلام جي گهر ڏانهن ڀڄڻ ۽ مشقت ۽ ڪوشش کي توڪل تي ترجيح ڏيڻ بابت:**

ساده مردے چاشتگاہے در رسید
دره سرا عدلِ سلیمانی در دوید

ترجمو: ”هڪڙو سادو ماڻهو ٺاڪ منجهند جو ڊوڙي اچي حضرت سليمان عليه السلام جي عدالت ۾ پهتو.“

حضرت سليمان عليه السلام حضرت دائود عليه السلام جو پٽ هو، جنهن کي بخت سان گڏ دنيا جي عظيم الشان سلطنت به ملي هئي ۽ انسانن کان سواءِ جنن تي به حڪمران هو. اُن شخص جو چهرو غم جي ڪري هيڊو ۽ چپ نيرا هئا. حضرت سليمان عليه السلام پڇيو: ڇا ٿيو اٿئي؟ همراه جواب ڏنو ته عزرائيل عليه السلام مون کي ڪاوڙ واري نظر سان ڏٺو آهي. حضرت سليمان عليه السلام چيو ته هاڻي تون ڇا ٿو چاهين؟ همراهه جواب ڏنو ته هوا تنهنجي تابع آهي، هوا کي حڪم ڪي ڏي ته مون کي هندستان ۾ پهچائي. شايد اُتي منهنجي جان بچي وڃي. حضرت سليمان عليه السلام هوا کي حڪم ڏنو. هوا اُن کي سومنات* ۾ ڪٽي ويئي.

مسڪينيءَ جي ڊپ کان ماڻهو توڪل کي ترڪ ڪن ٿا پوءِ به محروم رهن ٿا. جيئن اهو شخص اُتان کان هندستان ڏانهن ڀڳو پر اُتي به نه بچيو. ٻئي ڏينهن دربار ۾ ملاقات جي وقت حضرت سليمان عليه السلام عزرائيل عليه السلام کان پڇيو ته ڪهڙي ڪاوڙ جي ڪري تو مسڪين تي اکيون ڪڍيون؟ تڏهن عزرائيل عليه السلام جواب ڏنو ته مون کي الله تعاليٰ حڪم ڏنو آهي ته اڄ ئي هندستان ۾ هن شخص جو روح قبض ڪر. مون هن کي هتي ڏٺو تڏهن حيران ٿيس ۽ پريشان ٿيس ته هي هندستان ڪيئن پهچندو! آئون جڏهن الله جي حڪم سان هندستان ۾ پهتس ته ان کي اُتي ڏٺم ۽ اُن جي جان قبض ڪيم. (اي مخاطب) تون دنيا جي سيني ڪمن کي ان تي قياس ڪر، اکيون کول ۽ ڏس، تقدير کان ڀڄڻ ائين آهي جيئن انسان پنهنجو پاڇ کان ڀڄي، جيڪو ناممڪن آهي.

**شينهن جو وري توڪل تي ڪوشش کي ترجيح ڏيڻ ۽ ڪوشش جا فائدا بيان ڪرڻ**

شیر گفت آرے ولے کن ہم ببیں
جہد ہائے انبیاء و مرسلیں

ترجمو: ”شينهن چيو ته ٺيڪ آهي پر هيءُ به ته ڏس ته انبيائن ۽ رسولن جون ڪوششون به آهن.“

رسولن ۽ نبين به دنيوي اسباب اختيار ڪيا آهن ۽ جدوجهد ڪئي آهي. نيڪن جي ڪوشش ۽ مومنن جو جهاد شروع کان جاري آهي. الله تعاليٰ انهن کي غلبو ڏنو ۽ طرح طرح سان انهن جي مدد ڪئي. اي عقلمند! جيتري قدر ٿي سگهي ڪوشش ڪر. انسان جي ڪوشش به تقدير الاهي جي ماتحت آهي. معذور ته معذور آهي پر تندرست معذور ڪونه سمجهيو ويندو. دنيا جي جستجو باطل جستجو آهي. آخرت جي جستجو سُٺي آهي. قيد مان آزادي جي ڪوشش ڪجي. قيد مان آزاديءَ جي تدبير هي آهي ته اهو قيدي قيدخاني ۾ سرنگهه هٽي پوءِ نڪري ڀڄي. دنيا مومن جو قيدخانو آهي. دنيا ڇا آهي؟ الله کان غافل ٿيڻ، نه ساز و سامان ۽ نه زال ۽ ٻچا آهن. ٻيڙيءَ هيٺان پاڻي پلو آهي پر ٻيڙيءَ اندر تباهي آهي. حضرت سليمان عليه السلام مال ۽ ملڪ جي محبت دل مان ڪڍي ڇڏي هئي، انهيءَ ڪري پاڻ کي مسڪين سمجهندو هو. منهن ٻڌل پيالو گهري پاڻي ۾ ويو. هوا سان پيٽ ڀريل هئس انهي ڪري پاڻيءَ تي ترڻو پئي. اهو شخص جنهن جي قلب ۾ درويشي آهي اهو دنيا جي پاڻيءَ تي پرسڪون هوندو. اهو غوطا ڪونه

---

* (نوٽ: سومنات گجرات صوبي جو هڪ شهر آهي جنهن جو مندر دنيا ۾ مشهور آهي، جنهن کي سلطان محمود ڊاهي ڇڏيو هو. هاڻي هندستان جي حڪومت اُن کي ٻيهر تعمير ڪرايو آهي.)

ڪائيندو، ڇاڪاڻ ته اُن جي دل خدا سان مسرور آهي. سلطنت ان جي نگاهه ۾ هيچ آهي. جدوجهد جو مُنڪر ان انڪار ۾ خود جدوجهد ڪري ٿو. تون دل جو وات بند ڪر ۽ مهر لڳاءِ. مِنۡ لَّدُنَّا جي دريءَ مان دل ڪي پر ڪر، لدني علم اهو آهي جيڪو سڌو سنئون باري تعالىٰ ڪان حاصل ٿئي. جيئن قرآن شريف ۾ آهي ته وَعَلَّمۡنٰهُ مِنۡ لَّدُنَّا عِلۡمًا ﴿٦٥﴾ (الڪهف:٦٥) ”۽ اسان پنهنجي طرفان اُن کي علم ڏنو.“ ڪوشش ڪر تان ته اهو راز سمجهين. سچي دنيا عالمِ اسباب آهي پر جاهل يعني ان عقيدي تي يقين نه رکڻ وارو ان کي نٿو سمجهي.

**ڪوشش جي توڪل تي ترجيح ثابت ٿيڻ**

زیں نمط بسیار برہان گفت شیر
کز جواب آں جبریاں گشتند سیر

ترجمو: ”شينهن ان طريقي سان گهڻا دليل بيان ڪيا جن جي جواب ڪان اهي جبر جا قائل خاموش ٿي ويا.“

لومڙيءَ، سهي ۽ گدڙ جبر جي عقيدي وارو بحث ڇڏي ڏنو ۽ شينهن چيو ته هيو دفعو چوڻ جي ضرورت ڪونه پوندي، مون کي روزانو حصو ملندو رهندو. شينهن سان وعدو ڪيائون ۽ چراگاهه ڏانهن روانا ٿيا. ان فيصلي سان وحشي جانورن ۾ جوش پڪڙي ويو. هر ڪو هٿي کي مارڻ لاءِ آتو هو، نيٺ سيني اتفاق سان ڪٽي وجهڻ وارو فيصلو قبول ڪيو ته جنهن جو نالو ڪٽي ۾ نڪري اهو شينهن جي خوراڪ آهي. روز جنهن جو نالو نڪرندو هو اهو شينهن ڏانهن ويندو هو.

**شينهن وٽ وڃڻ ۾ سهي جي دير تي جانورن جي ناپسنديدگي:**

چوں بخرگوش آمد ایں ساغر بدور
بانگ زد خرگوش کاخر چند جور

ترجمو: ”جڏهن اهو پيالو ڦيري ۾ سهي وٽ آيو، تڏهن هو دانهون ڪري چوڻ لڳو ته اهو ظلم ڪيستائين جاري رهندو؟“

جانور چوڻ لڳا ته وعدي وفائي خاطر اسان ايتريون جانيون قربان ڪيون، تون ضدي ۽ جهڳڙالو آهين. جلدي وڃ متان شينهن ناراض نه ٿي پوي.

**سهي جو جانورن کي جواب ڏيڻ ۽ مهلت گهرڻ:**

گفت اے یاراں مرا مہلت دہید
تا بمکرم از بلا اے من شوید

ترجمو: ”اُن چيو ته اي يارو! مون کي مهلت ڏيو تان ته توهان منهنجي تدبير جي ڪري مصيبت ڪان بيخوف ٿي بچي وڃو.“

هيءَ جهنگ توهان جي اولاد جي ميراث هجي. جيئن آئون نجات جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان، هر نبيءَ پنهنجي امت جي نجات جي ڪوشش ڪئي آهي. ڇاڪاڻ ته اهي آسمان ڪان ٻاهر جو رستو ڏسي چڪا هئا ۽ اک جي ماڻڪيءَ وانگر لڪل هئا.

**جانورن جو سهي جي ڳالهه تي اعتراض:**

قوم گفتندش کہ اے خرگوش دار
خویش را اندازۂ خرگوش دار

ترجمو: ”قوم اُن کي چيو ته اي بيوقوف پنهنجو پاڻ کي سهو ئي رهڻ ڏي، توکان وڏا به اهو ٻڌاڪ نٿا هڻن، تون خود

پسند ۾ اسان جي پُنيان لڳو آهين."

سهي جواب ڏنو ته الله تعاليٰ جيڪو ماڪيءَ کي سيکاريو آهي اهو شينهن ۽ گورخر کي نه سيکاريو اٿس، جيڪو الله تعاليٰ ريشم جي ڪيڙي کي سيکاريو آهي اهو هاٿي نٿو ڄاڻي. مٽيءَ مان ٺهيل انسان کي الله تعاليٰ علم سيکاريو، جنهن سان ست آسمان روشن ٿي ويا. ملائڪن حضرت آدم جي خلافت تي اعتراض ڪيو. حضرت آدم عليه السلام جي علم جي ڪري اُنهن کي آدم عليه السلام جي خلافت تسليم ڪرڻي پيئي. مشهور آهي ته شيطان ملعون ٽيڻ ڪان اڳ 6 لک سال عبادت ڪئي هئي. جيئن ڍڳيءَ جي ڳابي کي ٻوٽارو چاڙهبو آهي ته ڏاٽي نه سگهي، شيطان کي به ٻوٽاڙو چاڙهيو ويو ته دين جي علم جو ڪير نه پي سگهي. اهي عاقل جيڪي مشاهدي کي ئي وجود جو دليل مڃين ٿا ۽ باطني ۽ سري علمن جا مخالف آهن اهي انهن ڳالهين کي نٿا سمجهي سگهن. امانتِ الاهي جو بار آسمانن زمين ۽ جبلن برداشت ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو. فقط انسان جو قلب ان کي کڻي سگهيو. حضور صلي الله عليه وسلم ۽ ابوجهل جي صورت ته هڪ جهڙي هئي پر باطني اوصاف ۽ معنويت جو ڪيڏو وڏو فرق هو! حضور صلي الله عليه وسلم فتح مڪي جي موقعي تي ڪعبته الله ۾ داخل ٿيا ته بت منهن ڀر ڪِريا هئا. جهڙو ماڻهو هوندو آهي آئيني ۾ تصوير اهڙي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. اصحابِ ڪهف جي ڪتي دنيا جي شينهن جا ڪنڌ جهڪائي ڇڏيا. ظاهري حسن قابل تحرير نه آهي، انسان جي باطني خوبين کي تحرير ۾ آڻي سگهجي ٿو. اهي معنوي خوبيون مڪان ۽ زمان سان مقيد نه آهن، انهن باطني خوبين جو نزول عالمِ قدس مان ٿيندو آهي ۽ روح جون وسعتون لامحدود آهن. واضح رهي ته ان ڳالهه جي انتها نه آهي. سهي جي ڳالهه ڏانهن ڪن لڳاءِ، گڏهه جا ڪن وڪڻي کي ٻيا ڪن وٺ، چاڪاڻ ته ان ڳالهه کي گڏهه جا ڪن نٿا ٻڌي سگهن.

**سهي جي عقلمندي جو ذڪر ۽ عقلمندي جي فضيلت ۽ نفعن جو بيان:**

*رو تو روبہ بازی خرگوش بیں*
*مکر و شیر اندازی خرگوش بیں*

ترجمو: "هل ته سهي جي چالاڪي ڏس، سهي جو مڪر ۽ شينهن جي شيرائپ ڏس."

مشهور آهي ته حضرت سليمان عليه السلام وٽ مُندي هئي جنهن جي ڪري سڄو جهان اُن جي لاءِ مسخر ٿي ويو هو. انسان علم جي ڪري بحر ۽ بر تي حڪمران آهي. محتاط انسان سمجهدار آهي. سُنا ۽ خراب ملائڪ ۽ شيطان سڀ موجود آهن. انسان کي غلبي هجڻ جي باوجود پر خطر ۽ شيطان جي مڪر ڪان هوشيار رهڻ گهرجي. ڪي شيون نظرن ڪان غائب آهن پر انهن جي اثرات سان انهن جو وجود معلوم ٿي ويندو آهي. لفظن جو تڪرار معنيٰ جي ڪثرت پيدا ڪندو آهي. رياضت ۽ مجاهدي سان باطني حواس پيدا ٿيندا آهن پوءِ نظرن ڪان غائب شيون مشاهدي ۾ ايندڻيون آهن.

**جانورن جو سهي جي تدبير ۽ رازن کي ٻيهر معلوم ڪرڻ:**

*بعد ازاں گفتند کاے خرگوشِ چست*
*درمیاں نہ آنچہ در ادراک تست*

ترجمو: "پوءِ انهن چيو ته اي چالاڪ سها! جيڪو توکي سمجهه ۾ آيو آهي اهو اسان کي به واضح ڪري ٻڌاءِ.!"

تو ڪهڙي تدبير سوچي آهي، مشورو عقل ۽ سمجهه عطا ڪندو آهي. حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو آهي ته اَلْمُسْتَشَارُ مُؤْمِنٌ "مشورو ڏيڻ وارو امين هوندو آهي." پيغمبر صلي الله عليه وسلم جي ڳالهه کي دل ۽ جان سان ٻڌڻ گهرجي، تون جلدي ٻڌاءِ ته تنهنجو مقصد ڇا آهي؟

سهي جو جانورن کان راز کي ڳجهو رکڻ

گفت ہر رازے نشاید باز گفت

جُفت طاق آید گہے کہ طاق جُفت

ترجمو: ”اُن چيو تہ هر راز ٻڌائڻ جي لائق نہ هوندو آهي، ڪڏهن اِڪي ٻَڌِي هوندي آهي ۽ ڪڏهن ٻَڌِي اِڪي.“

ڪن راندين ۾ ڪٽڻ ۽ هارائڻ هن ڳالھ تي هوندو آهي تہ جنهن شيءِ جي ذريعي ڪيڏيو پيو وڃي اها ٻڌي نڪري ٿي يا اِڪي آهي. مطلب تہ انسان ڪٽڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ هارائي ويندو آهي. آئينو صاف شيءِ آهي، جيڪڏهن اُن تي ڦوڪ ڏبي تہ ڌنڌلو ٿي ويندو. اهڙي طرح دوست جو سينو صاف هوندو آهي. جيڪڏهن اُن سان راز بيان ڪيو وڃي تہ اُن جي دل ۾ طرح طرح جا خيالات ڦرڻ لڳندا آهن، جيڪي گهٽ ڪري مفيد ڪونہ هوندا آهن. هنن ٽن شين ۾ لب ڪشائي نہ ڪر. سفر، سون ۽ منزل مقصود ۾. سون جو مطلب مال ۽ دولت آهي. سفر جو مطلب جيڏانهن انسان وڃي رهيو آهي. جيڪڏهن تو پنهنجو راز ڪنهن هڪ سان بہ بيان ڪيو تہ ان کي الوداع چئو. هاڻي اهو راز، راز نہ رهندو. راز جو مثال پکين وانگر آهي، جيڪڏهن ٻڌاپيا هوندا تہ رهندا، کُليا تہ ويا. مشورو اهڙي طريقي تي ڪريو جنهن ۾ ٻئي تي ڳالھ نہ کُلي. اهو مغالطي ۾ پيو رهي ۽ توهانکي مشورو بہ ملي وڃي. صحابہ کي صحيح ڳالھ جو پتو ڪونہ پوندو هو ۽ مشورو بہ ٿي ويندو هو. ڪو مثال ڏيئي مشورو ڪندا هئا تان تہ مخالف مٿو ۽ پير نہ سمجهي سگهي. ان ڳالھ جو خاتمو نہ آهي، بهادر سهي جي ڳالھ ڏانهن موٽ تہ اُن ڇا ڪيو.

سهي جي شينهن سان چالاڪي ۽ ان جو نتيجو

حاصل آں خرگوش رائے خود نگفت

مکر اندے شید باخود طاق و جَفت

ترجمو: ”حاصل مطلب تہ اُن سهي پنهنجي راءِ نہ ٻڌائي، جوڙ توڙ ڪري خود تدبير سوچي ورتي.“

سهو دير ڪري هڪڙي ڪلاڪ ڪانپوءِ شينهن وٽ ويو. شينهن ڪاوڙ ۾ زمين ڪوٽيندو ۽ گوڙ ڪندو رهيو ۽ چيائين پئي تہ مون کي خبر هئي اهي ڪميڻا وعدو ڪونہ پاڙيندا. انهن ڪميڻن مون کي ماري ڇڏيو. ڪيستائين مون کي دوکو ڏيندا. بيوقوف حاڪم عاجز رهندو آهي. ڪوڙن پيرن جا وڏا وڏا لقب ڏاڍا مٺا هوندا آهن پر اهي طالب جي زندگي کي برباد ڪندا آهن. اصل باطني اخلاق سڌارڻ وارو شيخ تلاش ڪر. مڪار پير اها واري آهي جيڪا تنهنجي عمر برباد ڪندي. شيخ ڪامل جي تربيت سان طالب، علم ۽ حڪمت جو سر چشمو بنجي ويندو آهي، اُن کي مدرسي ۾ وڃڻ ۽ تحصيل علم جا اسباب اختيار ڪرڻ جي ضرورت ڪونہ رهندي آهي. اُن کي لدني علم حاصل ٿي ويندو آهي. جڏهن اسرارِ الاهي حاصل ٿي وڃن ٿا تڏهن عقل انهن مان روشني حاصل ڪري ٿو. معراج ۾ حضرت جبرائيلؑ حضورﷺ کي چيو هو تہ جيڪڏهن هڪڙو قدم اڳتي وڌندس تہ تجلي مون کي ساڙي ڇڏيندي. تون پنهنجي ڪوتاهي ۽ بي عملي کي جبر سمجهين ٿو. سُستي کي جبر سمجهڻ اهڙي بيماري آهي جيڪا قبر ۾ پهچائيندي. جبر ڇا آهي؟ جبر لغت ۾ ٽٽل يا ڀڳل کي ڳنڍڻ جي معنىٰ ۾ آهي، انهي ڪري جبيره اُن پٽي کي چئبو آهي جيڪا هڏيءَ تي ڳنڍڻ جي لاءِ ٻڌي ويندي آهي، انهيءَ ڪري پهريان طلب ۾ پير پٽون ڪر، ان ڪانپوءِ جبر جو عقيدو اختيار ڪر. جنهن ڪوشش ڪئي ۽ پير پٽون ڪيا، اُن جي لاءِ براق پهتو ۽ اهو سوار ٿيو. بُراق اها سواري جيڪا حضورﷺ کي معراج ۾ ملي هئي يعني مجاهدي ڪان پوءِ جذب الاهي وصول الي الله جو سبب ٿيندو آهي. فرمانبرداري ڪانپوءِ فرمان روائي جو مقام ملندو آهي. جيستائين انسان تي خواهش نفساني جو غلبو آهي اُن تي علومِ رباني جو دروازو ڪونہ کلندو.

مَک جي حقير تاويل جو بيان

ماند احوالت بداں طرفه مگس
کو ہمی پنداشت خودرا هست کس

ترجمو: ”تنهنجا احوال اُن عجيب مک وانگر آهن جيڪا پنهنجو پاڻ کي ڪجھ سمجھندي هئي.“

جنهن کي پيئڻ کان سواءِ مستي هئي ۽ پنهنجو پاڻ کي ڪجھ سمجھي رهي هئي، هُن بازن جي تعريف ٻڌي هئي. چوڻ لڳي تہ آئون پنهنجي وقت جي عنقاء آهيان (عنقاء هڪ خوبصورت پکي هو جيڪو هاٿي اٿليِ تي ويو آهي، اٿليِ جي معنيٰ ۾ بہ استعمال ٿيندو آهي) اها مک گاھ جي ڪک ۽ گڏھ جي پيشاب تي ملاح وانگر وڏائي ڪرڻ لڳي هئي، چوڻ لڳي تہ مون ڪتابن ۾ ٻيڙيءَ جي باري ۾ پڙهيو آهي.

هيءُ درياءُ ۽ هيءَ ٻيڙي آئون آهيان. ڪشتيبان ۽ صاحبِ تدبير فن آهيان. درياء تي اُها ونجھ هلائي رهي هئي ۽ ڪيس اهو پيشاب لامحدود نظر اچي رهيو هو. جيتري اُن جي اک آهي. اوترو ئي اُن جو درياء آهي. زيغ ۾ مبتلا ماڻهو جيڪي قرآن جي غلط تاويل ڪن ٿا، انهن جا خيالات گڏھ جي پيشاب ۽ ڪک وانگر آهن ۽ اهي خود مک جهڙا آهن. مک جيڪڏهن راءِ جي تاويل ڇڏي ڏي تہ بخت اُن کي هُما بنائي ڇڏي (هُما هڪ پکي آهي جيڪو مبارڪ سمجھيو ويندو آهي. مشهور آهي تہ جنهن جي مٿي تان اهو لنگهي وڃي نہ اهو بادشاھ ٿيندو آهي) دين جي غيرت هجي تہ باطل تاويل نہ ڪر. اهڙي باغيرت انسان جو روح بلند هوندو آهي، چاهي صورت ۾ ظاهري علم ايترو بلند نہ هجي. جيئن سهي جو قد تہ ننڍو هو پر اُن جو روح بلند هو.

سهي جي دير سان اچڻ ڪري شينهن جو ڪاوڙ ۾ پرجي وڃڻ:

شیر می گفت از سَر تیزی و خشم
کز رهِ گوشم عدو بربست چشم

ترجمو: ”شينهن تيزي ۽ ڪاوڙ مان چئي رهيو هو تہ دشمن ڪن جي ذريعي منهنجيون اکيون بند ڪيون آهن.“

دشمن اهي ڳالهيون ٻڌايون جو آئون عقل جو انڌو ٿي ويس. جبر جو عقيدو رکڻ وارن جانورن مون کي مجبور ڪيو، اُنهن جي ڪانيءَ جي تلوارن مون کي ڦٽي وڌو، هاڻي آئون انهن جي ڳالھ ڪونہ ٻڌندس. پاڻيءَ تي جيڪي لهرون پيدا ٿينديون آهن انهن کي اک ڇنڀ جيتري بقا هوندي آهي. ڪل يا چِلڪو عيب کي لڪائيندو آهي ۽ عمده مغز کي نظرن کان پوشيده رکڻ جو بہ ڪم ڪندو آهي. پاڻيءَ تي نقش جلد فنا ٿي ويندو آهي. الله سان تعلق جوڙ جنهن جي ذات هميشہ رهڻ واري آهي. انبيائن جي عزت خدا جي طرفان آهي. بادشاهن جا نالا سِڪن سان مِٽايا ويندا آهن. حضور ﷺ جو نالو قيامت تائين رهندو، ڇاڪاڻ تہ حضور ﷺ سيني انبيائن جو مجموعو آهن، انهي ڪري جهڙي طرح 100 جي ضمن ۾ 99 جو عدد موجود آهي، اهڙي طرح حضور ﷺ جي نالي ۾ سيني نبين جو نالو اچي وڃي ٿو. اي پٽ! هن ڳالھ جو خاتمو نہ آهي، شينهن ۽ سهي جو قصو ٻُڌ.

هي بيان بہ سهي جي چالاڪي ۽ شينهن وٽ دير سان وڃڻ جو آهي:

در شدن خرگوش بس تاخیر کرد
مکر را با خویشتن تقریر کرد

ترجمو: ”سهي شينهن وٽ وڃڻ ۾ گهڻي دير ڪئي ۽ پنهنجي حيلہ سازيءَ کي ثابت ڪيو.“

گهڻي دير ڪانپوءِ سهو آيو تہ جيئن شينهن سان هڪ بہ راز سلي سگهي. حيوانن ۾ بہ شعور جي قوت آهي. انسان

جو عقل لامحدود سمنڊ آهي. ان تي غور ڪرڻ گهرجي. اسان جون صورتون ان سمنڊ ۾ ائين ڊوڙي رهيون آهن جيئن پاڻيءَ جي سطح تي پيالا هوندا آهن. جيستائين جسم روحانيت سان پُر نٿو ٿئي تيستائين ان تي ماديت جو غلبو رهندو آهي. عقل جو درياءَ جيتوڻيڪ نظرن کان غائب آهي پر جسم اُن جي هڪ موج آهي. ظاهر پرست جيڪي تعينات کي وسيلو بنائيندا آهن. درياءَ کان پري ٿي وڃن ٿا.

جيستائين انسان کي روح جو مشاهدو ۽ اُن سان توسل حاصل نٿو ٿئي تيستائين اهو سمجهندو آهي ته روح غير موجود آهي. ان جو مثال اُن شهسوار وانگر آهي جيڪو گهوڙي تي سوار به هجي ۽ پنهنجي گهوڙي کي گم ٿيل سمجهي رهيو هجي. اهو شهسوار پنهنجي گهوڙي کان ايتري قدر غافل آهي جو اُن جون نشانيون بيان ڪرڻ ڪانپوءِ به ان کي نٿو سڃاڻي. جيئن روح انتهائي نزديڪ ۽ ظاهر هجڻ جي ڪري مخفي ٿي ويو آهي. ڪنهن شيءِ جو انتهائي بديهي هجڻ اُن جي مخفي هجڻ جو سبب بنجي ويندو آهي. ڇاڪاڻ ته هر شيءِ پنهنجي انتها کي پهچي پنهنجي ضد ڏانهن منتقل ٿي ويندي آهي. جيئن خوشيءَ جي زيادتي روئڻ جو سبب بنجي ويندي آهي. صوفين وٽ لطائف غيب مختلف رنگن جا آهن، جيستائين باطن جو نور پيدا نه ٿيندو تيستائين غيبي لطائف نظر نه ايندا. ظاهري رنگ به سج جي روشنيءَ کان سواءِ نظر نٿو اچي، اهڙي طرح باطني رنگ به باطني نور کان سواءِ نظر نه ايندو. ظاهري روشني سج ۽ سُها ستاري جي ڪري آهي ۽ باطني نور عالمِ بالا جو عڪس آهي. اکين جي بصارت بصيرت قلبي جو فيض آهي. بصيرت قلبي خدا جي نور جو فيض آهي جيڪوعقل ۽ حس کان هڪ جدا شيءِ آهي. نور جو احساس اسان کي اُن جي ضد يعني رات جي ڪري ٿيو. نور کان سواءِ ڪو به رنگ نظر نه ايندو. مشهور چوڻي آهي ته "شيون پنهنجي ضد سان سڃاتيون وينديون آهن." خوشيءَ جي وضاحت رنج ۽ غم جي ذريعي ٿيندي آهي. جيئن ته الله تعاليٰ جو ڪو ضد نه آهي انهيءَ ڪري اهو نگاهن کان مخفي آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام ڏسڻ جي خواهش ڪئي، تڏهن فرمايو ويو ته تون ڏسي نٿو سگهين، ٿوري تجلي ڏيکاري وئي ته جبل ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام بيهوش ٿي ويو. صورت ۽ معنيٰ جي نسبت ائين آهي جيئن شينهن ۽ ان جي گوڙ يا آواز ۽ خيالن جي مناسبت آهي. ظاهرآهي ته گُر ۽ خيال پائيدار شيءِ آهي ۽ اُن جي بنسبت شينهن ۽ آواز جلد فنا ٿيڻ واريون شيون آهن. آواز نڪري ٿو ۽ فنا ٿي وڃي ٿو. جيئن دريا جي موج ۽ ڇولي اُٿندي آهي ۽ وري دريا ۾ فنا ٿي ويندي آهي. هر شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن موٽندي آهي.

هن دنيا ۾ تجدد امثال ٿيندو آهي. هڪ شيءِ فنا ٿيندي آهي ته اُن جهڙي ئي اُن جي قائم مقام بنجي ويندي آهي. صرف آواز ۽ ڪلام ۾ ئي نه، دنيا جي هر شيءِ ۾ تجدد امثال ٿي رهيو آهي. نهر جو پاڻي هر گهڙي بدلجي رهيو آهي پر نظر ۾ هڪ ئي اچي رهيو آهي. اهڙي طرح عمر جي حالت آهي. جيڪڏهن هڪ ٻرندڙ ڪاٺيءَ کي تيز گهمائيندؤ ته اها ڪاٺي شعله جوالہ نظر ايندي. ايجاد جي تيزيءَ مان اهو بقا جو طول الله تعاليٰ جي ايجاد جي تيزيءَ کي ظاهر ڪري ٿو. وري اصل قصي ڏانهن موٽون ٿا.

**سهي جو شينهن وٽ پهچڻ ۽ شينهن جو مٿس ڪاوڙجڻ:**

*شیر اندر آتش و در خشم و شور*
*دید کاں خرگوش می آید ز دور*

ترجمو: "شينهن شديد غصي، ڪاوڙ ۽ شور ۾ ڏٺو ته اهو سهو پري کان اچي پيو."

پر بي خوف اچي پيو، ڇاڪاڻ ته عاجزيءَ سان اچڻ ۾ تهمت لڳي ها ۽ دليريءَ ۾ تهمت ڪونه لڳندي آهي. جڏهن سهو ويجهو پُهتو تڏهن شينهن چيو ته اي ناخلق! مون ڪيترين ڍڳين کي چيريو آهي ۽ نر شينهن جي گوشمالي ڪئي آهي، تون ڇا آهين جو اسان جي حُڪم کي ليڪين ئي ڪونه ٿو؟ غفلت ڇڏ، شينهن جي گجگوڙ ٻُڌ.

**دير جي ڪري سهي جي شينهن کان معذرت ۽ سندس خوشامد ڪرڻ:**

گفت خرگوش الاماں عذریم ہست

گر دہد عفو خداوندیت دست

ترجمو: ”سهي چيو تہ جان جي اَمانُ ملي، منهنجو هڪ عذر آهي جيڪڏهن تنهنجي مالڪي خطا بخشي ۽ منهنجي دستگيري ڪري.“

جيڪڏهن تون اجازت ڏئين تہ آئون چوان! تون مالڪ ۽ بادشاهہ آهين ۽ آئون غلام آهيان. شينهن چيو تہ اي بيوقوفن مان سيني کان گهٽ ۽ حقير! ڪهڙو عذر آهي؟ تون بي وقتو ڪڪڙ آهين. اهو ڪُڪڙ جيڪو بي وقت ٻانگ ڏي اهڙي ڪڪڙ کي ذبح ڪيو ويندو آهي، تان تہ غير وقت ۾ صبح صادق جو ڌوڪو نہ ٿئي. عقل کان خالي بي عقل سها! آئون گڏهہ نہ آهيان جو مون کي عذر ٿو ٻڌائين.

سهي چيو تہ مظلومن جو عذر ٻڌ، پنهنجي مرتبي جي صدقي بادشاهہ سلامت! گمراهہ کي رستي تان نہ هٽاءِ، اهو درياءُ جيڪو هر نهر کي پاڻي ڏيندو آهي ڪکن ۽ ڪچرن کي مُنهن تي رکندو آهي. ان ڪرم جي ڪري درياءَ گهٽجي نٿو. شينهن چيو تہ آئون ڪرم ڪريان ٿو. تڏهن سهو چوڻ لڳو تہ اي بادشاهہ! آئون چاشت جي وقت پنهنجي ساٿيءَ سان تو ڏانهن آيس پئي تہ گس ۾ هڪ ٻئي شينهن اسان جو رستو روڪيو. مون چيو تہ اسين بادشاهہ جا غلام آهيون، اسين بادشاهہ جي دربار جا حاضر باش آهيون. تڏهن اُن شينهن چيو نہ شرم ڪر، ان نالائق جو نالو نہ وٺ، جيڪڏهن تون ۽ تنهنجو ساٿي هتان ويا آهيو تہ ٻنهين کي چيري ڦاڙي ڇڏيندس. مون ڪيس چيو تہ هڪڙو دفعو ڇڏ تہ بادشاهہ جو چهرو ڏسان ۽ تنهنجو اُن کي اطلاع ڪريان. اُن شينهن چيو تہ تنهنجو ساٿي مون وٽ گِروي آهي. مون ڏاڍيون منٿون ڪيون پر هُن منهنجي ساٿيءَ کي نہ ڇڏيو. منهنجو دوست پاڪيزگي ۾، خوبيءَ ۾ ۽ بدن ۾ ڏاڍو ٿاهوڪو هو. اُن شينهن جي ڪري اسان جو رستو بند هو. اسان جو اِهو حال هو جيڪو توکي ٻڌايوسون، اڄ کانپوءِ پنهنجو روزينو ختم سمجهہ! سچ ٿو چوان ۽ سچي ڳالهہ ڪڙي هوندي آهي، جيڪڏهن توکي روزينو گهرجي تہ پنهنجو رستو صاف ڪر ۽ اُن بي شرم شينهن کي ماري مڃاءِ.

**شينهن جو سهي کي جواب ۽ اُن سان گڏ روانگي:**

گفت بسم اللہ بیا تا او کجاست

پے شرو شوگر ہمی گوئی تو راست

ترجمو: ”شينهن چيو: بسم الله! اچ، آئون ڏسان تہ اهو ڪٿي آهي؟ جيڪڏهن تون سچ چوين ٿو تہ اڳيان اڳيان هل.“

اُن جهڙن سوين شينهن کي سزا ڏيان. جيڪڏهن ڪوڙ آهي تہ توکي سزا ڏيندس. سهو رهبر وانگر اڳيان اڳيان هلڻ لڳو تہ جيئن ڪيس پنهنجي ڄار ۾ شينهن کي ڦاسائي. سهو اڳ ۾ هڪ کوهہ ڏسي آيو هو، اُن کوهہ وٽ پهتو واهہ سها واهہ. ”ڄڻ تہ گاهہ جي هيٺان پاڻي آهي.“ اهو فارسي پهاڪو آهي ”چو آب زير کاه“. مڪر ۽ ڌوکي ۾ ضرب المثل آهي. ناواقف ماڻهو کوہ مٿان ڪکن کي ڏسي پير رکندو آهي ۽ ٻُڏي ويندو آهي. سهي جو عجيب ڦندو هو. فرعون حضرت موسيٰ عليه السلام جي تعاقب ۾ نيل درياءِ ۾ غرق ٿيو. نمرود هڪ بادشاهہ جو لقب آهي جيڪو بابل ۽ عراق جي علائقي جو حاڪم هو ۽ خدائي جو مدعي هو، اُن حضرت ابراهيم عليه السلام کي باهہ ۾ وڌو هو. خدا اُن کي هڪ مڇر جي ذريعي هلاڪ ڪيو. مڇر اُن جي دماغ ۾ گهڙي ويو جيڪو اُن جي موت جو سبب بنيو. هامان فرعون جو وزير هو جنهن فرعون کي گمراهہ ڪيو هو. نمرود شيطان جو مداح ۽ اُن جو پوڄاري هو. دشمن توکي کنڊ ڏي تہ اُن کي زهر

سمجهه، مهرباني ڪري ته اُنکي قهر سمجهه. مطلب ته دشمن جي ڳالهه کي اُلٽو سمجهه. انسان اصل معاملي تائين نٿو پهچي سگهي. اي خدا، تون جيڪا حقيقت آهي اها اسان تي واضح ڪر، جو نفس جي خواهش جي ڪري، اسين نقصان وارين شين کي مفيد نه سمجهون.

**حضرت سليمان عليه السلام ۽ هُد هُد جو قصو ۽ اها ڳالهه ته جڏهن قضا ايندي آهي تڏهن اکيون بند ٿي وينديون آهن:**

چون سليمان را سرا پرده زدند

جمله مرغانش بخدمت آمدند

ترجمو: ”جڏهن حضرت سليمان عليه السلام جو تنبو لڳايو ويو ته سيئي پکي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيا.“

حضرت سليمان عليه السلام مشهور نبي آهي، جنهن جي حڪومت جنن ۽ انسانن تي هئي ۽ پکين جون ٻوليون سمجهندو هو. هم زباني قرابت ۽ رشتيداري آهي. حقيقت ۾ هم دلي هم زباني کان بهتر آهي. ڳالهائڻ ۽ لکڻ ۽ اشاري کان سواءِ دل مان لکين ترجمان پيدا ٿيندا آهن. سيئي پکي پنهنجا هنر ۽ پنهنجي تعريف ڪري رهيا هئا. ٻڌائڻ جو مطلب وڏائي ڪرڻ نه هو پر رستو ٻڌائڻ هو، جيئن غلام پنهنجي مالڪ کي ٻڌائيندو آهي. جڏهن هُد هُد جو وارو آيو تڏهن چيائين ته بادشاهه سلامت! هڪ ننڍڙو هنر ڄاڻان ٿو. حضرت سليمان عليه السلام پڇيو ته اهو ڪهڙو هُنر آهي؟ هُد هُد چيو ته آئون جنهن وقت مٿي هوا ۾ هوندو آهيان ته يقين جي اک سان زمين ۾ پاڻيءَ جي گهرائي ڏسي وٺندو آهيان ۽ اهو به ڏسي وٺندو آهيان ته پاڻي ڪٿي آهي، پاڻيءَ جو رنگ ڪهڙو آهي ۽ پاڻيءَ ڪهڙي شيءِ مان نڪري رهيو آهي، مٽيءَ مان يا پٿر مان. ساڻين چيو ته اي سليمان عليه السلام! هن کي سفر ۾ پاڻ سان ڪڻ ته جتي پاڻيءَ جي ضرورت پوي اتي هيءَ ڪم ڏي. حضرت سليمان عليه السلام چيو: ٺيڪ آهي هُد هُد هاڻي تون اسان سان گڏ رهندين ۽ اسان کي پاڻيءَ جي معاملن کان باخبر ڪندو رهندين.

**هُد هُد جي دعويٰ ۾ ڪانگ جي طعنه زني:**

زاغ چون بشنود آمد از حسد

باسليمان عه گفت کوکژ گفت و بد

ترجمو: ”جڏهن ڪانگ ٻڌو ته حسد جي ڪري هلي اچي. حضرت سليمان عليه السلام کي چيائين ته هن غلط ۽ غيرمناسب چيو آهي...“

بادشاهه جي اڳيان ڳالهائڻ خلافِ ادب آهي. خاص طور تي ڪوڙي ڳالهه وڏيڪ خراب آهي. جيڪڏهن هُد هُد جي ڳالهه سچي هجي ها ته مُٺ مٽيءَ هيٺان ڄار کي ڇو نٿو ڏسي، جنهن ۾ ڦاسي پوي ٿو.

**طعني جي باري ۾ هُد هُد جو حضرت سليمان عليه السلام کي جواب:**

گفت اے شه برمنِ عور و گدا

قول دشمن مشنو از بهر خدا

ترجمو: ”هُن چيو ته اي بادشاهه مون ننگي ۽ فقير جي خلاف خدا جي واسطي دشمن جي ڳالهه نه ٻُڌ!“

جيڪڏهن مون غلط دعويٰ ڪئي آهي ته منهنجو ڪنڌ ڪپي ڇڏيو. ڪانگ خدا جي قضا ۽ تقديرِ الاهي جو انڪاري آهي. الله جي قضا ۽ قدر جو انڪاري ڪافر آهي. ڪُفر جي عقيدن مان هڪ کي مڃڻ وارو به ڪافر آهي. هوا ۾ پاڻي ڏسان ٿو ڄار نٿو ڏسان، ڇاڪاڻ ته قضا اک کي بند ڪري ڇڏيندي آهي. جڏهن قضا ايندي آهي تڏهن عقل

سُمهي رهندو آهي. جڏهن سج گرهڻ ٿيندو آهي چنڊ ڪارو ٿي ويندو آهي. قضا ڪان اهو لِڪائڻ ڪڏهن نئين ڳالهه آهي؟ اها بہ قضا آهي ۽ ڪانگ قضا جو انڪاري آهي.

**حضرت آدم عليه السلام جو قصو**

بُوالبشر کو عَلَّم الاسماء بگ ست
صد ہزاراں عِلمش اندر ہر رگ ست

ترجمو: ”انسانن جو پيءُ جيڪو علم الاسماءُ جو سردار آهي جنهن جي هر نفس ۾ لکين علم آهن.“

حضرت آدم عليه السلام کي فقط نالن جي تعليم ڪونہ ڏني ويئي هئي پر ڪيس شين جون حقيقتون بہ ٻڌايون ويون هيون. پوءِ جنهن شيءِ کي جبڪو لقب آدم عليه السلام ڏنو اُن ۾ تبديلي ڪونہ آئي. ايمان ۽ ڪفر جو مدار انسان جي آخري احوال تي آهي. انسان ڪنهن شيءِ جي ظاهر کي ڏسي ڪري اُن جو نالو وٺندو آهي. الله تعاليٰ اُن جي حقيقت جي اعتبار سان اُن جو نالو وٺندو آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺ بظاهر ڪاٺي هئي پر حقيقت ۾ نانگ هئي. انسان جو نُطفو انجام جي اعتبار سان انساني صورت اختيار ڪندو آهي، ا· وٽ مني اها ئي صورت اختيار ڪيل موجود آهي. جيڪا شيءِ جنهن شيءِ جو انجام آهي اُن اعتبار سان ا· وٽ اُن جو نالو آهي. ملائڪن حضرت آدم عليه السلام ۾ الله جي نور جو مشاهدو ڪيو، انهيءَ ڪري سجدي ۾ ڪري پيا.

جڏهن قضا آئي تڏهن آدم عليه السلام ڪان منع سمجهڻ ۾ لغزش ٿي. حضرت آدم عليه السلام سمجهيو تہ منع وقتي هئي. جهڙي طرح باغبان جي پير ۾ ڪنڊي لڳڻ تي چور کي موقعو ملي ويندو آهي، اهڙي طرح حضرت آدم عليه السلام جي حيرانيءَ سان شيطان کي موقعو ملي ويو. حضرت آدم عليه السلام لغزش جي معافي لاءِ هيءَ دعا رَبَّنَا ظَلَمْنَا (الاعراف:٢٣) ”اي اسان جا رب، بيشڪ اسان پاڻ تي ظلم ڪيو،“ پچاڙيءَ تائين ورجائيندو ۽ ٻاڏائيندو رهيو. خداوندي قضا ۽ قدر چمڪدار کي بي نور ۽ بهادرن کي بزدل بنائيندي آهي. جيڪڏهن تقدير سان مُصيبتون اچن تہ اُن جي تدبير دعا ۽ استغفار آهي. الله جي طرفان مصيبتون تنبيه آهن تان تہ انسان غفلت مان سجاڳ ٿئي، ورنہ امن ۽ اطمينان جي زندگي ڪنهن وقت غفلت جو سبب بنجي ويندي آهي... هن ڳالهه جي انتها نہ آهي، سهي ۽ شينهن جو قصو ٻڌ.

**ڪوهہ وٽ اچي سهي جو شينهن ڪان پوئتي هٽڻ:**

شیر با خرگوش چوں ہمراہ شد
پُر غضب پُر کینہ و بدخواہ شد

ترجمو: ”شينهن جڏهن سهي سان گڏ آيو تڏهن ڪاوڙ ۽ ڪيني سان پريل ۽ دشمن ٿيو پئي آيو.“

سهي جي ٻُڌايل ہئي شينهن تي ڪاوڙيل هو. سهو ڪوهہ تي پهتو ۽ پوئتي هٽيو. شينهن چيو تون پوئتي ڇو هٽيو آهين؟ پوئتي نہ هٽ اڳيان اچ. شينهن چيو تہ سهو ڪٿي آهي؟ سهي چيو منهنجي چهري جو رنگ نٿو ڏسين، سون جهڙو ڳاڙهو ٿي ويو آهي. هر شيءِ جو آواز ان جي خبر ڏيندو آهي. گهوڙي جو آواز گهوڙي جي خبر ڏيندو آهي، گڏهہ جو آواز دروازي جي آواز ڪان جدا آهي.

انسانن جي سلسلي ۾ پيغمبر صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ اَلْمَرْءُ مَخْبُوْءٌ فِيْ لِسَانِهٖ لَافِيْ طَيْلَسَانِهٖ ”انسان پنهنجي زبان ۾ لڪل آهي چادر ۾ نہ آهي1“ چهري جو رنگ دل جي حالت جي نشاني آهي. چهري جي سُرخي مان دل جي شُڪر گذاري جو پتو پوندو آهي ۽ چهري جي زردي دل جي تڪليف جي نشاني آهي. چنڊ چوڏهين جي رات ۾ مڪمل هوندو آهي، پوءِ هلال جي شڪل ۾ ائين ٿي ويندو آهي جيئن ٿي بي وارو مريض هوندو آهي. زمين ساڪن ۽ باادب آهي پر زلزلي

۾ اهڙي تي ويندي آهي جيئن سيءَ واري بُخار ۾ بيمار هوندو آهي. مصيبت ۾ جبل واري بنجي ويندا آهن. هيءَ هوا جيڪا روح سان وابسته آهي پر جڏهن قضا ايندي آهي تڏهن اها موت ۽ عام وبا جو سبب بنجي ويندي آهي. هن سرڪش باهه کي هوا جو هڪڙو جهٽڪو وسائي ڇڏيندو آهي. دريا جو حال اُن جي اضطراب ۽ جوش مان سمجهي وٺ، اهو اُن جي هوش جي تبديلي آهي. باهه، پاڻي، هوا ۽ مٽي ۽ مواليد ثلاثه يعني حيوانات، نباتات ۽ جمادات، انهن جي تبديلي جو بيان اڳ ۾ تي چڪو آهي. سرگردان آسمان به جستجو ۾ آهي جنهن ۾ صعود، هبوط، شرف ۽ اوج ۽ خفيض وغيره آهي. ست ئي ستارا هڪ دائري تي حرڪت ڪن ٿا. ان دائري جو مرڪز فلڪ الافلاڪ جي مرڪز کان مٿي آهي. ان دائري تي هڪ نقطو فلڪ الافلاڪ جي مرڪز کي بلڪل ويجهو آهي ان کي خفيض چوندا آهن ۽ هڪ نقطو گهڻو پري آهي اُن کي اوج چوندا آهن ۽ اُن دائري جي محيط يا گهير يندڙ تي به نقطا آهن، جن جو فاصلو فلڪ الافلاڪ جي مرڪز کان هڪ جيترو آهي، جن کي اوسط چوندا آهن. مثنوي ۾ بزرگ رومي ﷫ انهن کي ميانه چيو آهي. سعد جي معنيٰ سعادت ۽ نحس جي معنيٰ نحوست ۽ بدبختي آهي. هر ستاري جو هڪ اصل برج آهي، اهو ستارو حرڪت ڪندو جڏهن اُن برج ۾ داخل ٿيندو آهي ته اهو بُرج ان جو خانه شرف چَورائيندو آهي. سج جي لاءِ برج حمل خانه شرف آهي. شرف جي مقابل وبال آهي يعني ستاري جو خانه شرف ڇڏي انتهائي پري يعني ستين برج ۾ داخل ٿيڻ آهي. سج جو بُرج دلو ۾ پهچڻ وبال چَورائيندو آهي. صعود مٿي چڙهڻ ۽ ان جو ضد هبوط هيٺ لهڻ آهي. ڪنهن ستاري جو برج شرف کان نڪري مقابلي واري برج ۾ اچڻ مثال طور سج جو برج ميزان ۾ اچڻ آهي فرح. هر ستاري جو هڪ خاص خانو فرح چورائيندو. مثال طور عطارد جي لاءِ حمل خانه فرح قرار ڏنو ويو آهي. فرح جي مقابلي ۾ ترح آهي.

جنهن جي معنيٰ رنج آهي. ڪنهن ستاري جو خانه فرح کي ڇڏي ستين خاني ۾ پهچڻ جيئن عطارد جو ميزان ۾ پهچڻ. هر جز پنهنجي ڪُل سان مليل آهي. انسان عناصر اربعه جو جُزو آهي ۽ عناصر اربعه ڪليات آهن. هيءُ انهن سان ملي ٺهيو آهي. هن دنيا جي زندگي مخالف شين جو صلح آهي. مخالف شين جي جنگ ۽ لڙائي ابدي زندگي آهي. حقيقي دشمنن جو صلح بلڪل عارضي هوندو آهي. وري دشمنيءَ تي لهي ايندا. خدا جي مهرباني آهي جو اُن شينهن ۽ سهي ٻن مخالفن ۾ اُلفت ۽ محبت پيدا ڪئي. جڏهن دنيا بيمار ۽ قيدي هجي ته پوءِ ڪهڙو تعجب آهي جيڪڏهن بيمار فاني هجي.

**شينهن جو سهي کان رُڪجڻ جو سبب پُڇڻ ۽ اُن جو جواب:**

*خواند بر شیر اُو ازیں رو پندہا*
*گفت من پس ماندہ ام زیں بندہا*

ترجمو: ”هُن شينهن کي ان قسم جون نصيحتون ٻڌايون، چيائين ته انهن رڪاوٽن جي ڪري پوئتي رهجي ويس.“

شينهن چيو ته تون پوئتي ڇو هٽئين؟ مونکي ان جو سبب ٻُڌاءِ! سهي چيو ته اهو شينهن هن کوهه ۾ آهي ۽ منهنجي ساٿي سهي کي پڪڙي هن کوهه ۾ ڪٺي ويو آهي. اڪيلائي ۽ تنهائي ۾ دل جي صفائي حاصل ٿيندي آهي. انهيءَ ڪري هي عقلمنديءَ جو ڪم آهي. انسانن سان زياده ملڻ جي ڪري دل ۾ تاريڪي پيدا ٿيندي آهي، جيڪا غفلت جو سبب آهي ۽ غافل هلاڪ ٿي ويندو آهي. تون ڏس ته اهو شينهن کوهه ۾ موجود آهي. شينهن چيو ته آئون ڪونه ٿو ڏسان. سهي ان کي جواب ۾ چيو: تون منهنجي مدد سان اُن کي ڏسي سگهندين. ائين چئي شينهن سان گڏ اچي بيٺو ۽ شينهن کي چيائين ته هاڻي هن کوهه ۾ نگاهه ڪري ڏس.

**شينهن جو ڪوهه ۾ نهارڻ، پاڻ کي ۽ سهي جي پاڇي کي ڏسڻ:**

چونکه شیر اندر برخویشش کشید

در پناهِ شیر تاچه می دوید

ترجمو: ”جڏهن شينهن سهي کي پنهنجي بغل ۾ ورتو ۽ شينهن جي حفاظت ۾ اهو ڪوهه تائين ڊوڙيو.“

شينهن جڏهن جهاتي پاتي ۽ پاڻيءَ ۾ پنهنجو عڪس ۽ پاسي کان ٿلهو متارو سهو ڏٺائين. تڏهن ڪوهه ۾ ٽپو ڏنائين. ان ئي کڏ ۾ ڪريو جيڪا ان کوٽي هئي. شينهن ڪوهه ته نه کوٽيو هو پر اهو پنهنجي ظُلمن جي ڪري ڪريو. ظالمن جي ظلمن جو نتيجو انهن جي لاءِ انڌو ڪوهه هوندو آهي. جيڪڏهن تون ڪمزور تي ظلم ڪرين ٿو، ته سمجهه تون به ڪوهه ۾ پوندين. قرآن مجيد ۾ ا· سائين فرمايو آهي ”اِذَا جَآءَ نَصۡرُ اللّٰهِ“ (النصر١-) جڏهن الله جي مدد آئي. هي آيت سورت نصر جي آهي، هن ۾ فرمايو ويو ته مسلمان مظلومن جي لاءِ هڪ وقت اهو ايندو جڏهن اهي فوج در فوج هوندا ۽ ظالمن کي ظلم جو بدلو چڪائيندا. سورت فيل ۾ ذڪر ڪيل آهي ته ابرهه نالي بادشاهه بيت ا· شريف کي ڊاهڻ جي لاءِ هڪڙو هاٿين جو لشڪر مڪي ۾ موڪليو. مڪي وارا مقابلي جي همت نه ڪري سگهيا. الله تعاليٰ پکين جي هڪڙي جماعت موڪلي، جن جي چنبن ۾ پٿريون هيون. پٿرين جي ذريعي ابرهه جو لشڪر تباهه ٿيو. آسمان جا ملائڪ مظلوم جي مدد لاءِ ڊوڙندا آهن. شينهن پنهنجو پاڻ کي ڪوهه ۾ ڏٺو ۽ حملو ڪيائين. پنهنجي عڪس تي حملو ڪرڻ خود پاڻ تي حملو ڪرڻ آهي. ڪنهن وقت انسان ٻئي کي ظالم سمجهندو آهي حالانڪ اهو خود ان جو عڪس آهي، جيڪو ٻئي ۾ ڏسي رهيو آهي. ٻين ۾ جيڪو نفاق، ظلم ۽ تڪبر نظر اچي رهيو آهي، حقيقت ۾ اهي خود ان جون صفتون آهن، جيڪي ٻين ۾ مُنعڪس ٿي رهيون آهن. پنهنجا عيب توکي نظر نٿا اچن، ورنه خود پنهنجي جان جو دشمن هجين. جڏهن تون پنهنجي عادت جي گهرائيءَ تي پهچندين تڏهن توکي پنهنجي نالائقي نظر ايندي. شينهن کي گهرائي ۾ وڃڻ کانپوءِ معلوم ٿيو ته اهو پنهنجو ئي عڪس هو، جيڪو ٻيو نظر اچي رهيو هو. حديث شريف ۾ آهي ته اَلۡمُؤۡمِنُ مِرۡاٰةُ الۡمُؤۡمِنِ ”هڪ مومن ٻئي مومن جو آئينو آهي.“ جهڙي طرح هڪ شخص آرسي ۾ ڏسي پنهنجي اصلاح ڪندو آهي، اهڙي طرح هڪ مومن ٻئي مومن کي ڏسي پنهنجي اصلاح ڪري سگهي ٿو.

هي انهن ماڻهن جي باري ۾فرمايو ويو آهي جيڪي صحيح معنيٰ ۾ مسلمان آهن. ماڻهن کي گهرجي ته انهن جا حالات ڏسي پنهنجي اصلاح ڪن. جيڪڏهن توهان جي اکين تي پٽي ٻڌل آهي ته پوءِ توهان ان مان فائدو حاصل نه ڪري سگهندا. حديث شريف ۾ آيو آهي ته اِتَّقُوۡا فِرَاسَةَ الۡمُؤۡمِنِ فَاِنَّهٗ يَنۡظُرُ بِنُوۡرِ اللّٰهِ ”مومن جي فراست کان ڊڄندا رهو، ڇاڪاڻ ته اهو الله جي نور سان ڏسندو آهي.“ اوهان جا سيئي عيب ڏسي وٺندو، ڇاڪاڻ ته اهو مومن الله جي نور جي ذريعي ڏسي ٿو. درياءَ ۽ جبل سڀ تنهنجي حڪم جي ماتحت آهن. اي خدا! پاڻي ۽ باهه تنهنجي ملڪيت آهي، جيڪڏهن تون چاهين ته باهه عمدو پاڻي بنجي وڃي. جيڪڏهن چاهين ته پاڻي به باهه بنجي وڃي. اي خدا! اسان جو گهرڻ به تنهنجي ئي ايجاد آهي. ظُلم کان ڇوٽڪارو لهڻ تنهنجي عطا آهي. تون گهرڻ کانسواءِ پوشيده خزانا ڏين ٿو. تو دنيا کي مفت ۾ جان بخشي. جنت ۾ وڃڻ تائين اهڙي طرح انعام فرمائيندو رهه. سرور ڪائنات محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي محابي انعام فرمائيندو رهه.

**سهي جو ساٿين وٽ خوشخبري کڻي وڃڻ ته شينهن ڪوهه ۾ ڪِري ٻڏي مري ويو!**

چونکه خرگوش از رہائی شاد گشت

سوئے نخچیراں رواں شد تابدشت

ترجمو: ”سهو جڏهن آزاديءَ مان خوش ٿيو. تڏهن جهنگ ۾ (شينهن جي) شڪارُن ڏانهن روانو ٿيو.“

خوشيءَ مان نچندو ٽاڙيون وڄائيندو ۽ ڊوڙندو ويو ۽ خدا جو شڪر ڪرڻ لڳو. ڪائنات جي هر شيءِ خدا جي تسبيح ادا ڪندي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته فَاسْتَغْلَظَ فَاسْتَوٰى (الفتح:٢٩) خدا جي قدرت سان هڪ ننڍي ٻج مان ٻوٽو نڪري ٿلهو ٿئي ٿو ۽ سِڌو بيهي ٿو. جيئن ٻوٽا زمين جي قيد مان نڪري نِڙن ٿا ۽ خوش ٿين ٿا، اهڙي طرح نيڪ ماڻهن جا روح عنصري جسم جي قيد مان آزاد ٿي ڪري خوشيءَ ۾ رقص ڪندا آهن. نيڪ ماڻهن جا جسم به بُرن اخلاقن جي صفائي ڪانپوءِ رقص ڪندا آهن ۽ اهڙن ماڻهن جي جان جو ڇا ٿو پُڇين ته اها جان ڪيتري قدر رقص ڪندي آهي. اهي ماڻهو مجسم روح بڻجي ويندا آهن ۽ زندگيءَ ۾ علائقِ جسماني کان آزاد ٿي ويندا آهن. انهن جو تون ڇا ٿو پڇين؟ جيڪو شينهن سهي کان مار کائي ويجي، اُن لاءِ ٻُڏي مرڻ جو مقام آهي. تون شينهن آهين ۽ تنهنجو نفس سهو آهي. جيڪڏهن تون ان کان مار کائي وئين ته اها تنهنجي لاءِ ذِلت آهي.

سهي پنهنجي ساٿين کي چيو ته مبارڪ هجيوَ! اهو دوزخ جو ڪتو وري دوزخ ۾ ويو. الله جي قهر اُن جا ڏند ڀوڙي ڇڏيا. خدا جي مهربانيءَ سان ان کي تقدير کوهه ۾ ڪيرايو. جيڪو چنبي سان ٻين جا ڪنڌ ڀڃندو هو موت اُن کي ٻُهاري ڇڏيو. مظلومن جي آهه اُن کي تباهه ڪيو. شينهن جي ڪري اسين جن تڪليفن ۾ هئاسون انهن مان جان ڇُٽي. الله جي مهربانيءَ سان دشمن نابود ٿيو ۽ عظيم دشمن مان توهان کي سبق مليو.

**سيني جانورن جو سهي وٽ گڏ ٿيڻ ۽ اُن جي مدح ۽ ثنا ڪرڻ:**

جمع گشتند آں زماں جملہ وحوش
شاد و خنداں از طرب در ذوق و شوق

ترجمو: ”ان وقت سيئي جانور گڏ ٿيا، ذوق ۽ جوش ۽ سرهائيءَ جي عالم ۾ خوش هئا.“

سيئي جانور سهي کي گهيري ويا ته تون آسماني ملائڪ آهين يا پري يا نر شينهن جو ملڪ الموت آهين. تون جيڪي به آهين اسان جي جان توتي قربان آهي، توکي شاباس هجي، تون وري به اسان جي جانين جو مرهم بڻئين. تو اُن ظالم کي ڪيئن چالاڪيءَ سان ختم ڪيو؟ اهو قصو اسان کي ٻڌاءِ. ڇاڪاڻ ته اهو قصو خوشي وڌائيندڙ آهي. اسان جي روح جي غذا ۽ جان کي وڌائيندڙ آهي. سهي چيو ته اي بزرگو! خدا جي تائيد هُئي ورنه سهو ڪهڙي شيءِ آهي. خدا مون کي قوت عطا فرمائي ۽ دل کي نور ڏنو ۽ دل جي نور هٿن ۽ پيرن کي طاقت ڏني.

**سهي جي جانورن کي نصيحت ڪرڻ ته دشمن جي مرڻ تي خوش نه ٿيو:**

از برِحق می رسد تفضيل ها
باز هم از حق رسد تبديل ها

ترجمو: ”فضيلتون الله جي طرفان ملنديون آهن، پوءِ خدا جي طرفان ئي تبديليون ٿينديون آهن.“

عزت ۽ ذلت سڀ الله جي طرفان آهي ۽ دنيا جي ڪنهن حالت کي قرار نه آهي. واري واري سان الله تعالىٰ ناقص ماڻهن کي (جيڪي مشاهدي جي درجي کي ڪونه پهتا آهن) ۽ ڪاملن کي (جيڪي مشاهدي جي مقام تائين پهچي چڪا آهن) ڏيکاريندو آهي.

اها سلطنت جيڪا واري واري سان خاندانن ۾ ۽ افراد ۾ منتقل ٿيندي آهي، ان تي خوش نه ٿيءُ. پنهنجي روح کي محبتِ الاهي جي شراب سان سيراب ڪندو رهه. جڏهن توکي اها سلطنت واري سان ملي ٿي ته تنهنجي مُڇ وڌائي ۾ ڦٽڪي ٿي. حقيقت ۾ دنيا هڪ ڏينهن نه، پر هڪ گهڙي آهي. جنهن دنيا کي ڇڏيو اهو راحت ۾ آهي. مشهور مقولو آهي ته اَلدُّنْيَا سَاعَةٌ وَتَرْكُهَا رَاحَةٌ ”دنيا هڪ گهڙي آهي ان جو ڇڏڻ راحت آهي.“ فنا کي ڇڏ، بقا جو پيالو پيءُ.

ان مردار کي کتن جي لاءِ ڇڏ، غرور جي شيشي کي ڀڃي ڇڏ. مشهور مقولو آهي تہ الدُّنيَا جِيفَةٌ وَطَالِبُهَا كِلَابٌ "دنيا ڍونډ آهي ۽ ان جا طلبگار ڪُتا آهن."

"رَجَعْنَا مِنَ الْجِهَادِ الْاَصْغَرِ اِلَى الْجِهَادِ الْاَكْبَرِ" جو تفسير:

(جهاد اصغر يعني ڪافرن سان جهاد ڪرڻ، جهاد اڪبر يعني نفس اماره سان جهاد ڪرڻ)

اى شہاں کُشتیم ما خصم بروں
ماند خصمے زاں بتر در اندروں

ترجمو: "اي بزرگو! اسان ٻاهر جي دشمن کي ماري ڇڏيو پر اُن کان وڌيڪ بدتر دشمن باطن ۾ جيئرو رهجي ويو."

اندروني دشمن نفس اماره آهي. نفس دوزخ آهي ۽ دوزخ ارڙ نانگ آهي. ست سمنڊ پيءُ تہ بہ ان مخلوق سوز جي جلن ۽ ساڙ گهٽ ڪونہ ٿيندو. ان نفس ارڙ نانگ جي اُڃ ست سمنڊ پيئڻ سان بہ ختم ڪونہ ٿيندي. قرآن شريف ۾ آهي تہ وَقُوْدُهَا النَّاسُ وَالْحِجَارَةُ (البقره:٢٤) "جهنم جي خوراڪ انسان ۽ پٿر هوندا." قرآن پاڪ ۾ ٻي جاءِ تي آهي تہ الله تعاليٰ جهنم ڪان پڇندو: هَلِ امْتَلَاْتِ (ق:٣٠) "ڇا تنهنجو پيٽ ڀرجي ويو؟" جهنم جواب ڏيندو هَلْ مِنْ مَّزِيْدٍ (ق:٣٠) "ڇا اڃا ڪجهہ آهي؟" حديث شريف ۾ آيو آهي تہ جهنم جو پيٽ ڪونہ ڀربو. تڏهن الله تعاليٰ اُن تي پنهنجو قدم رکندو، تڏهن جهنم چوندي: ڪافي آهي، ڪافي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اِنَّمَآ اَمْرُهٗٓ اِذَآ اَرَادَ شَيْئًا اَنْ يَّقُوْلَ لَهٗ كُنْ فَيَكُوْنُ (يٰس:٨٢) "اُن جو شان تہ هيءُ آهي جڏهن اهو ڪنهن شيءِ جو ارادو ڪري ٿو تہ اُن کي چوي ٿو: ٿيءُ تہ اها ٿي وڃي ٿي. انهيءَ ڪري نفس جي پياس بہ محض رب جي تجليءَ سان وسامي سگهي ٿي. ڪمان مان ٽيڙو تير نٿو هلي، سڌو تير خوب هلندو آهي. اسين نبي صلي الله عليه وسلم جي سنت جي سهاري نفس جي بُت سان جهاد اڪبر ڪري رهيا آهيون. انسان جي پنهنجي قوت سوئي جهڙي آهي ۽ نفس بمنزلہ ڪوه قاف جي آهي. الله تعاليٰ جي اطاعت سان اهو ڪوه قاف ٽوڙي سگهجي ٿو. اهو شينهن بنجڻ آسان سمجهہ جيڪو صفون ڦاڙي ڇڏي، پر اصل شينهن اهو آهي جيڪو نفس کي شڪست ڏي. انسان جو نفس تي غلبو ائين آهي جيئن موسيٰ عليه السلام جو فرعون تي غلبو هو.

**قيصر روم جي ايلچي جو حضرت عمر رضي الله عنه وٽ پيغام کڻي اچڻ:**

در بيانِ ايں شنو يک قصہ
تا بری از سر گفتم حصہ

ترجمو: "ان سلسلي ۾ هڪ قصو ٻڌ! تان تہ تون منهنجي ڳالهہ جو راز ذرو معلوم ڪري سگهين."

نفس تي غلبي جو قصو آهي. قيصر، روم جي بادشاهن جو لقب آهي. قصو هن طرح آهي تہ قيصر روم جو ايلچي حضرت عمر رضي الله عنه وٽ آيو. مديني ۾ پهتو، پُڇا ڪيائين تہ خليفي جو محل ڪٿي آهي، جتي سامان رکان ۽ گهوڙو ٻڌان. ماڻهن چيو تہ خليفي جو ڪو محل نہ آهي، اُن جي شهرت سردارن جهڙي آهي پر اُن جي جهوپڙي فقيرن جهڙي آهي. تون عمر رضي الله عنه جو محل ڪيئن تو ڏسي سگهين، جڏهن تہ تنهنجي اکين ۾ پڙوال پيدا ٿي چڪو آهي. دِل جي اک سان پڙوال کي صاف ڪر، پوءِ محل ڏس. جڏهن نفساني خواهشون ختم ڪندءِ، تڏهن الله جي ذات کي ڏسي سگهندءِ. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اَيْنَمَا تُوَلُّوْا فَثَمَّ وَجْهُ اللّٰهِ (البقره:١١٥) "توهان جيڏانهن مُنهن ڪندا اتي الله جي ذات موجود آهي." الله تعاليٰ جو مشاهدو ٻين شين جي عظمت کي ختم ڪري ڇڏي ٿو. جيئن تارا چنڊ جي مشاهدي ٻي وقعت ٿي ويندا آهن. جيڪڏهن ڪو شخص اک بند ڪري ڇڏي تہ دنيا جي ڪا بہ شيءِ اُنکي نظر ڪونہ ايندي پر شيون

گم يا معدوم نہ آهن. اهڙي طرح دل جون اکيون جيڪڏهن بند هجن تہ حق جو مشاهدو ڪونہ ٿيندو پر اهو موجود آهي. وَ اسْتَغْشَوْا ثِيَابَهُمْ (النوح:٧) انهن پنهنجا ڪپڙا پاڻ مٿان وڌا آهن. قرآن پاڪ ۾ اهو حضرت نوح عليه السلام جي قوم جو حال بيان ڪيو ويو آهي تہ اُن جي دعوت تي انهن ڪنن ۾ آڱريون وڌيون ۽ پاڻ مٿان ڪپڙا وڌا تان تہ نہ حضرت نوح کي ڏسن ۽ نہ اُن جي ڳالهہ ٻڌن. حضرت نوح عليه السلام جي جواب جو خلاصو هيءُ آهي تہ جيستائين توهان جو ڪُفر آهي تہ هاٿي ڪٿي ثواب نظر ايندو. جيڪڏهن ماڻهو حقيقت جو ادراڪ نہ ڪري تہ اهو ماڻهو سڏرائڻ جو مستحق نہ آهي ۽ ادراڪ بہ محبوب حقيقي جي متعلق هجي. اُن ماڻهو جو انڌو هجڻ سُٺو آهي جيڪو محبوب جو ديدار نہ ڪري هيءَ فاني ڪائنات محبت جي قابل نہ آهي. قيصر جي ايلچيءَ سامان ڇڏي ڏنو. حضرت عمر رضي الله عنه کي ڳولڻ لاءِ لوٽا هٽي پيو. چرين وانگر هر طرف ڦري پيو. روح جون فضيلتون معنوي آهن، اهي ادراڪ کان بالاتر آهن. حضرت عمر رضي الله عنه جا فضائل بہ اهڙي طرح آهن، جيڪو ڳوليندو آهي سو لهندو آهي.

**قيصر روم جي ايلچيءَ جو حضرت عمر رضي الله عنه کي کجيءَ جي وڻ هيٺان سُتل ڏسڻ:**

ديد اعرابي زنے او را دخيل
گفت عمرؓ نک بزير آں نخيل

ترجمو: "هڪ بدوي عورت اُن کي اجنبي ڏسي ڪري چيو تہ عمر رضي الله عنه هُن کجيءَ جي هيٺان (آرامي) آهي."

ايلچيءَ حضرت عمر رضي الله عنه کي ڏٺو تہ کجيءَ جي پاڇي هيٺ سُتل آهي. مُنصف حاڪم خدا جو سايو ۽ پاڇو آهي. ايلچيءَ جي دل ۾ هڪ عجيب خوش ڪندڙ ڪيفيت پيدا ٿي، جنهن ۾ محبت بہ هئي ۽ ڊپ بہ هو. دل ۾ چوڻ لڳو تہ مون بادشاهن کي بہ ڏٺو آهي پر انهن جي هيبت مون تي طاري نہ ٿي. هن شخص جي هيبت منهنجا حواس گم ڪري ڇڏيا آهن. آئون جنگ جي ميدان ۽ شينهن جي غار ۾ بہ ويو آهيان پر اتي بہ هيبت نہ ٿي اٿم. هيءُ شخص بنان هٿيارن جي زمين تي سُتو پيو آهي. اها خدا جي هيبت آهي، مخلوق جي نہ آهي. جيڪو الله تعاليٰ کان ڊنو ۽ تقويٰ اختيار ڪيائين،. جن ۽ انسان سڀ ان کان ڊڄندا آهن. ڪجھ وقت ڪانپوءِ حضرت عمر رضي الله عنه اٿيو، اُن شخص تعظيم ڪئي. حديث شريف ۾ آهي تہ اَلسَّلَامُ قَبْلَ الْكَلَامِ "سلام ڳالهہ ٻولهہ کان اڳ ۾ آهي." جيڪو شخص خدا کان ڊڄي ٿو اُن کي طمانيت حاصل ٿئي ٿي. پوءِ ڪنهن شيءِ جو اُن کي خوف نٿو رهي. حضرت عمر رضي الله عنه اُنکي چيو تہ ڊپ نہ ڪر. اُن جي برباد طبيعت کي آباد ڪيائين ۽ گهبرايل ايلچيءَ کي خوش ڪيائين.

**حضرت عمر رضي الله عنه جي قيصر روم جي ايلچيءَ سان گفتگو ۽ ايلچيءَ جو حضرت عمر رضي الله عنه کان سوال:**

بعد ازاں گفتش سخن ہائے دقيق
در صفاتِ پاکِ حق نعم الرّفيق

ترجمو: "ان ڪانپوءِ ايلچيءَ باريڪ ڳالهيون ڪيون ا۠ پاڪ جي صفتن جي باري ۾، جيڪو بهترين رفيق آهي."

مومنن تي الله تعاليٰ جون نوازشون آهن، جيڪي حال ۽ مقام جا صاحب آهن. مقام اها باطني ڪيفيت آهي جيڪا شريعت تي عمل ڪرڻ ۽ ڪسب ۽ رياضت سان حاصل ٿيندي آهي، حال اها قلبي ڪيفيت آهي جيڪا بنا ڪسب جي پيدا ٿيندي آهي. تنهنڪري مشهور مقولو آهي تہ اَلْمَقَامَاتُ مَكَاسِبُ وَالْاَحْوَالُ مَوَاهِبُ يعني مقامات ڪسب سان حاصل ڪيا وڃن ٿا ۽ احوال خدا جي ڏين آهن. مقام هڪ مستقل ڪيفيت آهي، انهيءَ ڪري بزرگ رومي انکي ڪنوار سان تشبيهہ ڏني آهي ۽ حال هڪ زوال پذير ڪيفيت هوندي آهي، انهيءَ ڪري اُن کي جلوه قرار ڏنو اٿس. اهلِ

حال جا آثار هر ڪس ۽ ناڪس تي ظاهر ٿي وڃن ٿا، صاحب مقام جي ڪيفيت عوام کان ڳجهي رهندي آهي. روح جون منزلون هيآهن ته اهو پهريان جز هو، پوءِ عالم مثال ۾ آيو، پوءِ عالمِ خلق يعني ناسوت ۾ آيو. ان ڪانپوءِ جسم کان جدا ٿي ڪري عالمِ برزخ ۾ ويندو، وري حشر ۾ اُن جسم سان متعلق ٿيندو. مخلوق جو زمانو حادث آهي. ان کان اڳ ۾ هڪ اهڙي حالت هئي جيڪا زماني کان خالي هئي. اُن شخص چيو ته اي امير المومنين روح عالمِ بالا کان زمين تي ڪيئن آيو؟ فرمايائين الله تعاليٰ روح کي ڪلمه "ڪُن" (ٿي وڃ) فرمايو. ائين روح پيدا ٿي ويو. وري روح جو عالم خلق ۾ اچڻ ان جو اختياري فعل نه آهي. الله جي حڪم سان آيو آهي. جيڪو واري واري سان ٻن گهوڙن تي سفر ڪندو جلد منزل مقصود تي پهچي ويندو. جسم جو زنده ٿيڻ ۽ سج جو چمڪڻ اُن جي حڪم سان آهي. حديث ۾ آهي ته چنڊ ۽ سج جو گرهڻ ڪنهن جي موت ۽ زندگي جي ڪري نه آهي پر اهي الله تعاليٰ جون علامتون آهن، جن سان الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن کي تنبيه ڪندو آهي. گُلن جو ٽڙڻ، ڪنوڻ جو چمڪڻ، ڪڪرن جو وسڻ سڀ خدا جي حڪم سان آهي. انسان جڏهن دنياوي مشغلا ڇڏيندو آهي تڏهن اُن کي ملاءِ اعليٰ سان مناسبت ٿي ويندي آهي. روح جا دَ~َ ۽ اکيون جسم جي ڪنن ۽ اکين کان سواءِ آهن. عقل جي ڪنن ۽ گمان جي اکين کان به جُدا آهن. جڏهن اها ڳالهه سمجهه ۾ اچي ويئي ته مطلق اختيار صرف ذاتِ باري کي حاصل آهي ته منهنجي عشق ۾ اجان اضافو ٿي ويو جيڪو عبادت ۽ رياضت جي اضافي جو متقاضي آهي. جيڪي ماڻهو عشق کان خالي آهن اهي جبر جي معنيٰ مجبور محض وٺي عبادتن کي ترڪ ڪري ڇڏيندا آهن. جڏهن ذاتِ باري تعاليٰ سان تعلق قائم ٿي ويندو آهي تڏهن اهو ان کي ئي متصرف حقيقي سمجهندو آهي پر ان کي جبر چوڻ غلطي آهي. جيڪڏهن ڪو الله جي ڪامل اختيار جي مقابلي ۾ پنهنجي ناقص اختيار کي جبر سان تعبير ڪري ته ڪو حرج نه آهي. عارفن جو جبر وڌيڪ عشق ۽ اطاعت جو سبب آهي. عام ماڻهو جيڪا جبر جي معنيٰ سمجهن ۽ وٺن ٿا اها شرعي احڪامن جي معطل ٿي وڃڻ جو سبب آهي. جبر محمود ۽ جبر مذموم کي چند مثالن سان بزرگ سمجهائي ٿو. پهريون مثال پاڻيءَ جي ڦُڙن جو آهي جو اهي سِپَ کان ٻاهر معمولي قطرا آهن، سِپَ ۾ پهچي ڪري قيمتي موتي بنجي وڃن ٿا. اهڙي طرح عارفن ۾ جبر جي ڪيفيت موجب خير آهي. ٻيو مثال "نافه" جو آهي جو اها ٻاهر رت آهي هرڻ جي ناف (دُن) ۾ پهچي ڪري مُشڪ بنجي ويندي آهي.

ٽيون مثال "مِس" تامي جو آهي، جيڪو اڪسير ۾ داخل ٿي ڪري خالص سون بنجي ويندو آهي. عوام ۾ جبر جي معنيٰ محض هڪ خيال آهي، عارفن ۾ اهو نور بنجي ويندو آهي. چوٿون مثال ماني‌ءَ جو آهي. دسترخوان ۾ اها هڪ بي جان شيءِ آهي، انساني بدن ۾ پُهچي ڪري روح بنجي ويندي آهي. روح انساني، روح حيواني سان متعلق آهي ۽ روح حيواني جسم سان متعلق آهي. ماني روح حيواني جي غذا آهي. روح انساني جي غذا علوم ۽ معارف آهن. ماڻهو گوشت جو ٽڪرو آهي پر جبل به چيريو ڇڏي. فرهاد جيڪو شيرين جو عاشق هو. هُن شيرين سان وصال جي شوق ۾ جبل ٽُڪيو هو پر نامراد مري ويو. حضور ﷺ جو معجزو شق القمر مشهور آهي. روح انساني جي طاقت اهي ڪم ڪري ٿي. ڳجهن اسرارن جي بيان کي عام ماڻهو نه سمجهندا نه ته عالم ۾ فساد جو سبب بنجي ويندو.

**حضرت آدم ؑ جو ڪوتاهيءَ کي پاڻ ڏانهن ۽ شيطان جو الله ڏانهن منسوب ڪرڻ:**

فعل حق و فعل ماهر دو ببيں

فعل مارا هست دال پيدا است ايں

ترجمو: "الله جي فعل ۽ اسان جي فعل ٻنهي کي ڏس، اسان جي فعل کي تون موجود سمجهه، اهو ظاهر آهي."

رَبَّنَا ظَلَمْنَا (اعراف: ٢٣) "اي اسان جا رب اسان ظلم ڪيو." قرآن پاڪ ۾ اهو حضرت آدم ؑ جو قول نقل

ڪيو ويو آهي. ان ۾ حضرت آدم عليه السلام پنهنجي لغزش ڪي پاڻ ڏانهن منسوب ڪيو. رَبِّ بِمَآ اَغْوَيْتَنِىْ (الحجر-٣٩) "اي رب تو مون ڪي ڪهڙي سبب سان گمراهه ڪيو!" اهو قرآن شيطان جو قول نقل ڪيو آهي. ان ۾ شيطان گمراهه ڪرڻ جي نسبت الله تعاليٰ ڏانهن ڪئي آهي.

جيڪڏهن مخلوق جو فعل موجود نه هجي ته تون ڪنهن کي چو چوين ته ائين چو ڪيئي؟ اسان جا فعل اسان جي اختيار ۾ آهن، جنهن جي جزا ۽ بدلو بصورت عذاب ٿيندو ۽ چڱي فعل جي جزا پسنديده ٿيندي. بزرگ رومي رحمة الله عليه هي ثابت ڪري ٿو ته انسان جي افعالن جو خالق به الله تعاليٰ آهي، ڇاڪاڻ ته خالق جو پنهنجي مخلوق تي علمي احاطو ضروري آهي، ورنه اهو ان کي ڪيئن پيدا ڪري سگهندو ۽ انسان کي پنهنجي افعالن جو هر طرح سان علم هجي ائين نه آهي، انهيءَ ڪري انسان کي پنهنجي افعالن جو خالق قرار نٿو ڏيئي سگهجي. لَايَشْغَله، شَانٌ عَنْ شَان "الله تعاليٰ کي هڪ حالت ٻئي حالت کان غافل نٿي بنائي." حضرت آدم عليه السلام ظلم جي پاڻ ڏانهن نسبت ڪسب جي اعتبار سان ڪئي، ورنه ان جو خلق الله ڏانهن منسوب هو جنهن کي ادباً ذڪر نه ڪيائين. حضرت آدم عليه السلام عذر جي وقت اهو نه چيو ته تقدير جي ڪري مون ڪٽڪ جو داڻو کاڌو آهي. مطلب ته بي ادبي نه ڪيائين. جيڪو شخص عزت ڪري ٿو عزت لهي ٿو. پاڪ شيون ڪنهن جي لاءِ آهن؟ پاڪ ماڻهن جي لاءِ آهن. الله کي خوش رک، رنجيده نه ڪر، پوءِ ڏس."

**تمثيل**

یک مثال اے دل پئے فرقے بیار
تا بدانی جبر را از اختیار

ترجمو: "اي دل! هڪ مثال فرق ڪرڻ جي لاءِ آڻ، تان ته تون جبر کي اختيار کان جدا سمجهي سگهين."

جبر ۽ اختيار ۾ فرق ڪرڻ جي لاءِ هڪڙو مثال هن طرح آهي ته هڪڙو هٿ تون لوڏي رهيو آهين، ٻيو رعشي جي ڪري ڏڪي رهيو آهي. هٿ جي ٻنهين قسمن جي حرڪت ا‍ جي پيدا ڪيل آهي پر ٻنهين ۾ فرق آهي. هڪ جبري آهي ٻي اختياري آهي. اضطراري حرڪت جي ڪري انسان ڪڏهن شرمندگي محسوس ڪونه ڪندو آهي. اختياري ناشائسته حرڪت سان شرمنده ٿيندو آهي. جبر ۽ اختيار جو فرق سمجهائڻ جي لاءِ جيڪا اسان پهرين تقرير ڪئي اهو عقلي بحث آهي پر عقل ويچارو خود ڪهڙي شيءِ آهي جو اُن جو بحث قابل قدر هجي، اها ته محض عوام يا روحانيت کان خالي ماڻهن جي لاءِ رهنمائي جي هڪ تدبير آهي. عقلي بحث چاهي ڪيترو حسين هجي روحاني بحث جو مقام حاصل نٿو ڪري سگهي. روحاني بحث جو مرتبو وحي ۽ الهام جو مرتبو آهي. ابو الحڪم عمر بن هشام جي ڪنيت آهي. هن ڪانپوءِ ان جي ڪنيت ابوجهل مشهور ٿي ويئي. رشتي ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جو چاچو هو پر دشمنيءَ ۾ سيني کان اڳيان هو. جنگ بدر ۾ ماريو ويو. ابوجهل جي عقل ۽ حواس ۾ ڪا ڪمي ڪونه هئي پر روحانيت کان بلڪل خالي هو. عقلي بحث انڌي جي لٺ آهي جيڪا اُن جي رهنمائي ڪندي آهي. اکين واري کي اُن جي ڪابه ضرورت نه آهي.

"وَهُوَمَعَكُمْ اَيْنَ مَاكُنْتُمْ" (الحديد:٤) آيت جو تفسير ۽ ان جو بيان:

بار دے گر ما بقصہ آمدیم
ما ازیں قصہ بروں خود کے شدیم

ترجمو: "اسين وري قصي ڏانهن موٽون ٿا. اسين ان قصي مان ٻاهر ڪڏهن نڪتا آهيون؟"

جهالت ۽ ناداني خدا جو قيدخانو آهي. علم يعني قربِ الاهي، ان جي دربار ۾ باريابي جو سبب آهي. انسان جون

سيئي صفتون الله تعاليٰ جي شان جو مظهر آهن. الله جي ذات عيب کان پاڪ آهي. الله کان سواءِ دل مان بيا خيال ڪڍي ڇڏ، هن فاني دنيا مان دل هٽائي ڇڏ. هيءَ ڳالهه ختم ٿيڻي ناهي. روم جي ايلچي ۽ حضرت عمر رضي الله عنه جي ڳالهه ڪر.

**روم جي ايلچي جو حضرت عمر رضي الله عنه کان هن پاڻيءَ ۽ مٽي واري جسم ۾ روحن جي مبتلا ٿيڻ جو سبب پڇڻ:**

از عمرؓ چوں آں رسول ایں راشنید
روشنئے در دلش آمد پدید

ترجمو: ”ان ايلچيءَ حضرت عمر رضي الله عنه کان جڏهن هيءَ ٻڌو، ته سندس دل ۾ هڪ روشني پيدا ٿي وئي.“

حضرت عمر رضي الله عنه روح جي باري ۾ جيڪا تقرير ڪئي هئي ان سان ايلچي جا سوال جواب ختم ٿي ويا ۽ ان کي شرح صدر ٿي ويو. انکي معلوم ٿي ويو ته شين جي وجود جو اصل سبب ڪلمه ”ڪُن“ آهي. شين جي وجود جا جزوي اسباب جن کي فروع چئبو آهي. ايلچي الله جي افعالن جون حڪمتون پڇڻ شروع ڪيون.

هُن پڇيو ته روح کي جسم ۾ قيد ڪرڻ جي ڪهڙي حڪمت آهي؟ پکيءَ کي بند ڪرڻ جو ڪهڙو فائدو آهي؟

حضرت عمر رضي الله عنه چيو ته تون معنيٰ کي لفظن ۾ قيد ڪري رهيو آهي، جيئن آزاد شين کي لفظن ۾ قيد ڪرين ٿو ته ان ۾ لامحاله ڪا نه ڪا حڪمت ۽ ڪو نه ڪو فائدو پيشِ نظر هوندو آهي. جيڪا ذات فائدن جي خالق آهي، ان جي افعالن ۾ ڪو نه ڪو فائدو لڪل ڪيئن نه مضمر هوندو. روح کي قيد ڪرڻ ۾ لکين فائدا آهن ۽ انهن مان هر هڪڙو اسان جي لکين فائدن کان وڌيل آهي. الله جو اکر ”ڪُن“ سڀني جاندارن جي جان جو اصلي سبب آهي. انسان جو ڪلام جيڪو حادث آهي، جڏهن اهو فائدي کان خالي نه آهي ته ڪلام قديم ڪلمه ”ڪُن“ فائدي کان ڪيئن خالي ٿي سگهي ٿو! جڏهن انسان جو ڪم فائدي کان خالي نٿو ٿئي، ته پوءِ ذات باري جي ڪم تي بي فائدي هجڻ جو طعنو بيڪار آهي. تنهنجو ڪلام جيڪو تو سوال ۾ چيو آهي جيڪڏهن مفيد آهي ته مدعيٰ ثابت ٿي ويو، يعني ڪلام باري به مفيد آهي، جيئن مٿي ٻڌايو ويو. ۽ جيڪڏهن تنهنجو اهو ڪلام غير مفيد آهي ته اهڙو ڪلام ئي نه ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ڪري توکي اهو سوال ترڪ ڪرڻ گهرجي. هي به مطلب آهي ته غير مفيد سوال ڪرڻ درست نه آهي. مفيد سوال به اعتراض جي شڪل ۾ نه هجڻ گهرجي پر شڪر گوئي جي طريقي تي هجڻ گهرجي. انسانن جو شڪر گذار ٿيڻ الله جو شڪر گذار ٿيڻ آهي. لڙائي ۽ جهڳڙي جي طريقي تي سوال ڪرڻ شڪر گذاري جو طريقو نه آهي. جيڪڏهن ترش روئي شُڪر ادا ڪرڻ جو طريقو هجي ته پوءِ سِرڪي کان وڌيڪ شڪر گذار ڪير ٿيندو؟ جيڪڏهن جِگر تائين مقبوليت جي خواهش آهي ته سِرڪي کي کنڊ ۾ ملائي سڪنجبين ٺاهي وٺو. هن موضوع جي وضاحت شاعريءَ جي ذريعي نٿي ٿي سگهي. شعر ۾ مطلب کي ٿوري مروڙي پيش ڪيو ويندو آهي، معنيٰ هڪ وسيع شيءِ آهي.

**”جيڪو الله سان گڏ ويهڻ جو ارادو ڪري، اهو اهل تصوف سان گڏ ويهي“ واري حديث جو بيان:**

آں رسول اینجا رسے د و شاہ شد
والہ اندر قدرت اللہ شد

ترجمو: ”اهو ايلچي ان جڳهه تي پهچي شاهه بڻجي ويو. ا· جي قدرت ۾ فريفته ٿي ويو.“

ايلچيءَ کان سفارت وارو پيغام وسري ويو. داڻو جڏهن ٻنيءَ ۾ پوندو آهي ته کيتي بڻجي ويندو آهي. سراب سمنڊ ۾ پهتو ته فنا ٿي ويو. سچ جي تلوار کان ڪڪر روڪي ڇڏيو. اهو به فيض صحبت سان تبديليءَ جو هڪ مثال آهي. ناقص ڪامل جي صحبت مان ڪمال حاصل ڪندو آهي. مردِ خدا مومن زنده دل هوندو آهي. جيڪڏهن ڪامل

رهنما موثر نہ ليي تہ قرآن مان فيض حاصل ڪرڻ گهرجي. انبيائن ۽ الله وارن جي تعليمات تي عمل ڪرڻ گهرجي. انبيائن ۽ الله وارن جي تعليمات تي عمل ڪرڻ جهڙي طرح مفيد آهي اهڙي طرح انهن جي زيارت بہ مفيد آهي. اهڙي طرح قرآني تعليمات تي عمل ڪرڻ بہ مفيد آهي. خالي زباني قرآن جي تلاوت بہ مفيد آهي. قرآني تعليمات تي عمل آخرت ڏانهن متوجہ ڪندو، دنيا کان دل گهبرائيبي. روح کي آزاد ڪرڻ جي ترڪيب قرآن خواني آهي، جيڪڏهن ان تي ڪو عمل نہ ڪري تہ ناداني آهي. انبيائن ۽ ڪامل عارفن جا روح پڃري کان آزاد آهن. انهن جا روح عام انسانن کي عبرت جو درس ڏيئي رهيا آهن ۽ روح جي آزاديءَ جو طريقو ٻڌائي رهيا آهن. انسان جو غرور ۽ وڏائي ان رستي تي هلڻ ۾ رڪاوٽ آهي. مال ۽ دولت جي ذريعي انسان شهرت طلب ڪري ٿو. اي سنا سائي! هڪ قصو مثال طور ٻڌ. تان تہ تون ڳالهہ جي رازن کان باخبر ٿي وڃين.

**هڪ واپاريءَ جو هندستان وڃڻ ۽ اتي جي طوطن کي سندن طوطيءَ جو پيغام ڏيڻ:**

پهريان سمجهايو ويو آهي تہ واصل بحق ٿيڻ جو طريقو فنا آهي. شهرت رڪاوٽ بڻبي آهي. هن قصي ۽ حڪايت جو خلاصو اهو آهي تہ هڪ طوطي مُردو بنجي، ٻئي طوطي کي پڃري مان آزادي جو طريقو ٻڌايو. مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا جو اهوئي تفسير آهي.

بود بازرگانے اورا طوطئے
در قفس محبوس زیبا طوطئے

ترجمو: "ڪنهن سوداگر وٽ هڪ طوطو هو. اهو خوبصورت طوطو پڃري ۾ قيد هو."

سوداگر هندستان وڃڻ جو ارادو ڪيو. ٻانهين ۽ غلامن کي بطور بخشش جي چيائين تہ توهان جي لاءِ ڇا وٺي اچان؟ سيني پنهنجي خواهش ظاهر ڪئي، جڏهن طوطي کان پڇيائين تہ تنهنجي لاءِ هندستان مان ڇا آڻيان؟ طوطي جواب ڏنو تہ اُتي جڏهن تون منهنجا ياٿر طوطا ڏسين تڏهن منهنجو حال بيان ڪج تہ توهان جو مشتاق طوطو آسماني فيصلي مطابق قيد آهي ۽ اُن سلام موڪليا آهن ۽ انصاف جي درخواست ڪئي آهي ۽ توهان کان رستي جي تدبير ۽ رهنمائي گهري آهي. وڌيڪ چيو اٿس تہ ڇا هي مناسب آهي تہ آئون هتي تڙپي تڙپي جان ڏيان ۽ فراق ۾ مري وڃان. ڇا هي جائز ٿيندو تہ آئون سخت قيد ۾ هجان ۽ توهان وڻن تي گهمندا ۽ آزاد فضا ۾ اڏامندا وتو. دوستو! وفا اهڙي ٿيندي آهي جو آئون قيد ۽ توهان باغ ۾ هجو!؟ اسان جي محبت کي ياد ڪريو، خاص طور جڏهن عشق اهڙو هجي جهڙو ليليٰ ۽ مجنون ۾ هو. توهان محبوب سان جام پيو آئون خون پي رهيو آهيان. جيڪڏهن منهنجي حق ۾ انصاف ڪرڻ چاهيو ٿا تہ هڪڙو شراب جو پيالو هنجي ياد ۾ بہ پيو. اهي واعدا ڪيڏانهن ويا، جيڪي توهن ڪيا هئا. جڏهن بُري سان بُرائي ڪئي وڃي تہ پوءِ چڱائي ڪيڏانهن ويندي. هڪ مومن جي تڪليف ان جي گناهن جو ڪفارو ٿيندي آهي. انجام جي اعتبار سان اهي مصيبتون خوشيءَ جو سبب آهن. تون يقين ڪر تہ مُنهنجو روئڻ مصيبت جي اِزالي جي لاءِ آهي. رحم ڪر، ستائڻ ڇڏي ڏي. سچي عاشق جي لاءِ دوست جي طرفان قهر ۽ مهر ۾ هڪ جهڙي لذت هوندي آهي. اهو گل جو عاشق آهي ۽ اهو خود گل آهي. پاڻ پنهنجو عاشق آهي ۽ پنهنجي عشق کي ڳوليندڙ آهي.

**عقل الاهي جي بردار پکين جو ذڪر**

قصہٴ طوطیٴ جاں زمینساں بُوَد
کوکسے کو محرم مُرغاں بُوَد

ترجمو: "طوطي جو حال هن طرح آهي. اهو ڪٿي آهي جيڪو انهن پکين جو محرم هجي."

روح جنهن جو جسم عنصري رياضتن جي ڪري ڪمزور ٿي ويو آهي ۽ معصوم آهي، ان ۾ حضرت سليمان عليه السلام ۽ ان جي لشڪر جي طاقت آهي. جڏهن اهڙو روح درد ۽ فراق سان دانهن ڪندو آهي ته ملائڪ متاثر ٿيندا آهن. اهڙي روح سان الله تعاليٰ جا پيغام جاري رهندا آهن.

اهو روح هڪڙو دفعو يا رب چوي ٿو، ته الله جي دربار مان ڪيترا دفعا لبيڪ جو آواز ايندو آهي. لبيڪ جي معنيٰ آهي ته آئون حاضر آهيان. جڏهن ان جي نسبت خدا جي طرف هجي ته ان جي معنيٰ دعا قبول ڪرڻ واري ٿيندي. جيئن ته ان جي لغزش توبهه ۽ استغفار جو سبب بنجي ٿي، ته مرتبا اچا وڏي وڃن ٿا. لغزش جو مطلب خلاف شريعت ڳالهه آهي، جيئن ڪن عارفن جو ڪلمو "سبحاني ما اعظم شاني" منهنجي ذات پاڪ آهي، منهنجو شان ڪيتريقدر وڏو آهي. اي دوستو! هتان اسين واپس موٽون ٿا. هندستاني واپاري ۽ پکيءَ جو قصو بيان ڪريون ٿا.

**سوداگر جو جهنگ ۾ طوطن کي ڏسڻ ۽ پيغام پهچائڻ**

مردِ بازرگاں پذیرفت ایں پیام

کو رساند سوئے جنس از وے سلام

ترجمو: "سوداگر اهو پيغام قبول ڪيو ته هو سندس هم جنس کي ان جا سلام پهچائيندو."

واپاري جڏهن هندستان جي حد ۾ پهتو، جهنگ ۾ طوطا ڏٺائين ۽ پنهنجي سواري روڪيائين ۽ انهن کي پيغام ڏنائين ته انهن طوطن مان هڪڙو طوطو پيغام ٻڌندي ڏڪڻ لڳو ۽ مري ويو. واپاري پريشان ٿيو ۽ افسوس ڪرڻ لڳو ته شايد هي طوطو ان جو رشتيدار آهي، هي پاڻ ۾ ٻه جسم هڪ جان آهن. هاءِ! مون پيغام ڇو پهچايو. خوامخواهه هن کي ماريم. ساڳي ڳالهه ڪڏهن جهان کي ويران ڪري ڇڏيندي آهي، ڪڏهن مئل لومڙين کي شير بنائي ڇڏيندي آهي. توحيد جا اسرار تاريڪ دل عوام جي اڳيان بيان ڪرڻ تباهي ۽ بربادي جو سبب آهن. اهي ماڻهو جيڪي دل جا انڌا آهن ۽ مدعي آهن، غلط انداز سان اسرارن جون ڳالهيون ڪري جهان ۾ فساد پکيڙين ٿا. اهي ماڻهو جيڪي دين جي ڳالهين تي اعتراض ڪرڻ جا عادي آهن اهي لومڙيون آهن.

اهي ماڻهو جن جي ڦوڪ ۾ اهو اثر هجي جيڪو حضرت عيسيٰ عليه السلام جي دم ڪرڻ ۾ هو، جو بيمار ٺيڪ ٿي ويندا هئا، شينهن آهن. روح ڪان جسماني حجاب پري ڪرڻ جي ترڪيب سمجهه ۾ اچي وڃي ته هر روح جي ڳالهه مسيح جهڙي بنجي وڃي. جسماني لذت کي ڇڏي ڏيڻ گهرجي. صبر ڪرڻ وارن جا مرتبا بلند هو ندا آهن. جسماني لذتن سان انسان جي مرتبن ۾ تنزل ٿيندو آهي.

**شيخ فريد الدين عطار قدس سره جي قول جو تفسير**

تو صاحب نفسی اے عاقل میانِ خاک خوں میخور

کہ صاحبِ دل اگر زہرے خورد آں انگبیں باشد

ترجمو: "اي عقلمند! تون صاحبِ دل آهين! مِٽيءَ ۾ رت پي وڃ، ڇاڪاڻ ته صاحبِ دل جيڪڏهن زهر کائي ته اهو ماکي بنجي ويندو آهي."

ناقص ماڻهن جي لاءِ جيڪي ڳالهيون نقصانڪار آهن، ڪمال درجي تي پهچي ڪري نقصانڪار نٿيون رهن. گهٽيون شيون مريضن لاءِ نقصانڪار هونديون آهن، صحتياب ٿيڻ تي اهي نقصانڪار نه رهنديون آهن، پر مفيد هونديون آهن. نمرود اهو ظالم بادشاهه آهي جنهن حضرت ابراهيم عليه السلام کي ساڙيندڙ باهه ۾ وڌو هو. الله جي فضل و ڪرم سان اها باهه ان جي لاءِ گلزار بنجي وئي. يعني نمرودي صفتون آهن ته باهه باهه آهي ۽ جيڪڏهن تون پنهنجي

اندر ابراهيمي عليه السلام صفتون پيدا ڪرين ته تنهنجي لاءِ باهه گلزار آهي. ڪامل ناقص شين ۾ نقصانڪار ڳالهين مان نفعو وٺندو آهي. بيمار جيڪا شيءِ ڪائيندو آهي اها شيءِ بيماري بڻجي ويندي آهي .

**جادوگرن طرفان حضرت موسيٰ عليه السلام جي تعظيم ڪرڻ ته پهريان توهان لٺ اُڇلايو**

ساحراں در عهد فرعونِ لعیں

چوں مرے کردند با موسیٰؑ زکیں

ترجمو: ”ملعون فرعون جي زماني ۾ جادوگرن ڪيني جي ڪري حضرت موسيٰ عليه السلام سان جهيڙو ڪيو.“

جادوگرن حضرت موسيٰ عليه السلام کي چيو ته اڳ ۾ لٺ توهان اُڇلايو، حضرت موسيٰ عليه السلام چوڻ لڳو ته نه، اڳ ۾ توهان اُڇلايو. جادوگرن حضرت موسيٰ عليه السلام جي تعظيم به ڪئي ۽ اُن سان مقابلو به ڪيو. تعظيم جي نتيجي ۾ اهي خود مومن ٿي ويا ۽ مقابلي ۾ گستاخيءَ جي ڪري آخر ڪار انهن جا هٿ پير ڪٽيا ويا. جادوگر جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام جا معتقد ٿيا تڏهن پنهنجي گستاخيءَ جي، خوشيءَ سان سزا ڀوڳڻ لاءِ آماده ٿي ويا، ورنه ڪنهن حيلي سان فرعون کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري وڃن ها. مرتبن جي تڪميل ڪانپوءِ لذيذ شين جو استعمال ۽ تصوف جا باريڪ مسئلا بيان ڪرڻ جائز آهن، باقي سالڪ جي لاءِ لذيذ شين جو ترڪ ضروري آهي ۽ ڪيس تصوف جي مسئلن تي ڪلام ڪرڻ جي اجازت نه آهي. ناقص جو ڪم ٻڌڻ آهي، انهيءَ ڪري اهو بمنزله ڪَن جي آهي. ڪامل جو ڪم تعليم ڏيڻ آهي انهي ڪري اهو بمنزله زبان جي آهي. ٻار هڪ عرصي تائين ٻڌندو آهي پوءِ ڳالهائيندو آهي. جيستائين تعليم مڪمل نٿو ڪري اُن وقت تائين خاموشيءَ سان ٻڌندو آهي ۽ جيڪڏهن ڳالهائيندو به آهي ته غلط سلط ڳالهائيندو آهي. جيڪو مادر زاد ٻوڙو هوندو آهي اهو گونگو به هوندو آهي، ان کي ڳالهائڻ ڪونه ايندو آهي. فطرت جي تقاضا اها آهي ته پهريان ٻڌو ۽ جڏهن خوب سِکي وڃو پوءِ ڳالهايو. هر ڪم ان جي طريقي مطابق ڪرڻ گهرجي. خدا جي گويائي ٻڌڻ جي محتاج نه آهي. انسان جي گويائي لامحاله ٻُڌڻ ڪانپوءِ آهي. باطن جي تڪميل جو طريقو هي آهي ته گودڙي پائي ويراني ۾ آهه و زاري ڪريو. حضرت آدم عليه السلام کي ان جي آهه و زاري ۽ اشڪباري نجات ڏياري هئي ۽ اُن جي توبه قبول ٿي هئي. جهڙي طرح باغ جي نشونما ۽ تازگي ڪڪر جي پاڻيءَ ۽ سج جي گرميءَ سان آهي، اهڙي طرح انسان جي ترو تازگي آب ديده (اکين جي پاڻي) ۽ عشق جي گرميءَ سان آهي.

جيڪو تيل ڏيئي کي اُجهائي ڇڏي اهو تيل نه آهي پر پاڻي آهي. عشق ۽ دل جي گرمي حلال لُقمي مان پيدا ٿيندي آهي. ڪڏهن ائين ٿيو آهي جو تو ڪٽڪ پوکي هجي ۽ جَوَ ڦُٽا هجن.ڇا تو ڏٺو آهي ته گهوڙي ڪودڙو ڄڻيو هجي. لُقمون (گره) ٻج آهي ۽ ان جو ڦل خيالات آهن. انسان جهڙي طرح جي غذا ڪائيندو اهڙائي خيالات پيدا ٿيندا. اي بزرگ! هن ڳالهه جي ڪا انتها نه آهي، سوداگر ۽ طوطي جو بحث شروع ڪر.

**سوداگر طرفان هندستان ۾ ڏٺل روداد طوطي کي ٻڌائڻ**

کرد بازرگاں تجارت را تمام

باز آمد سوئے منزل شاد کام

ترجمو: ”سوداگر واپار مڪمل ڪري وطن ڏانهن خوشيءَ سان واپس موٽيو.“

سوداگر واپس اچي هر غلام کي سوغات ۽ هر ٻانهيءَ کي نشاني ڏني. طوطي چيو: منهنجو تحفو ڪٿي آهي؟ سوداگر چيو ته آئون پريشان آهيان، پنهنجي غلطيءَ تي غصو ٿو اچيم، طوطي چيو سردار، شرمندگي جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟ سوداگر چيو ته مون تنهنجيون شڪايتون ۽ پيغام اُتي جي طوطن کي ڏنا. اهو ٻڌي انهن طوطن مان

هڪڙو طوطو وڻ تان هيٺ اچي ڪريو ۽ ڦٿڪي ڦٿڪي مري ويو. آئون ڏاڍو شرمندو ٿيس پر هاڻي شرمندگيءَ مان ڪهڙو فائدو؟ هر انسان جي عمل جو عالمِ غيب ۾ اثر ۽ نتيجو مرتب ٿيندو آهي. ا؎ جو دوست جڏهن پنهنجي ڪنهن فعل تي شرمنده ٿيندو آهي تڏهن الله تعاليٰ سبب سان پيدا ٿيڻ وارن نتيجن جا دروازا بند ڪري ڇڏيندو آهي ۽ اُن سبب تي نتيجا مرتب ڪونه ٿيندا آهن. عارف اهو شخص آهي جنهن ۾ هي ٽي ڳالهيون هُجن: (1) الله جي ذات ۽ صفات جي معرفت (2) اطاعتن جي بجا آوري (3) محرمات کان اجتناب ۽ پاسو. عارف ڪمان مان ويندڙ تير کي واپس ڪري سگهن ٿا. اها سندن ڪرامت آهي. عارفن تي الله جي قُرب جو دروازو ڪليل هوندو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ مَا نَنۡسَخۡ مِنۡ اٰيَةٍ اَوۡ نُنۡسِهَا نَاۡتِ بِخَيۡرٍ مِّنۡهَآ (البقره:٢) نٿا منسوخ ڪريون اسين ڪنهن آيت کي يا ڀلايون (وساريون) اُن کي پر هيءَ تہ آڻيون ٿا بهتر اُن کان.

قرآن پاڪ ۾ ٻيءَ جاءِ تي آهي تہ فَاتَّخَذۡتُمُوۡهُمۡ سِخۡرِيًّا حَتّٰۤى اَنۡسَوۡكُمۡ ذِكۡرِىۡ (المؤمنون:١١٠) "توهان انهن نيڪ ماڻهن تي مسخري ڪئي پوءِ انهن (تي مسخريءَ) توهان جي دلين مان منهنجي ياد وسارائي ڇڏي." دنياوي بادشاهہ جسمن تي حڪمراني ڪن ٿا ۽ عارف ا؎ دلين تي فرمان روائي ڪن ٿا. علم ڪانپوءِ عمل آهي ۽ علم جو ذريعو اک آهي تہ انسان حقيقت ۾ پُتلي جو نالو آهي پر ماڻهو اُن کي هڪ ننڍڙي شيءِ سمجهن ٿا. اهو ئي عارفن جو حال آهي جو بظاهر اهي انسان آهن پر انهن جا ڪارناما عظيم الشان آهن. رات جي وقت ۾ بزرگ متعلقين جا خراب خيالات پنهنجي توجهہ جي ذريعي بدلائي دلين ۾بهترين خيالات پيدا ڪري دلين جي سپن کي موتين سان پُر ڪندا آهن. شيخ پنهنجي باطني قوت سان طالب جا پهريان خيال ۽ وسوسا ڇاڻي وٺندو آهي. باقي پيشو ۽ هُنر ڪمائي جو ذريعو ۽ سبب آهي. سوناري جو ڌنڌو هار جو نہ آهي. پيشو ۽ اخلاق قيامت جي ڏينهن مالڪ ڏانهن ايندا. پيشو ۽ اخلاق رات جو بہ مالڪ ڏانهن موٽندا آهن. صبح ٿيندي ئي اهو ڌنڌو ۽ خيال اُن شخص وٽ پهچي ويندا آهن جنهن جي لاءِ اهي سُٺائي ۽ بُرائي جو سبب هوندا آهن. اهي خيال ائين آهن جيئن ڪبوتر (اڳي) پنهنجي حصي جون خبرون ۽ خط کڻي ڪري پنهنجي شهرن ڏانهن موٽن ٿا.

**هندستاني طوطي جي حرڪت تي پاليل طوطي ۽ سوداگر جو ردعمل**

چوں شنید آں مرغ کاں طوطی چہ کرد
ہم بلرزید و فتاد و گشت سرد

ترجمو: "جڏهن اُن پکي هندوستاني طوطي بابت ٻڌو تہ اهو پاڻ بہ ڏکي ڏکي ڪِريو ۽ مَري ٿڌو ٿي ويو."

مالڪ جڏهن ڏٺو تہ سندس پالتو طوطو بہ مري ويو تہ ٽوپي زمين تي اُڇلائي ڪپڙا ڦاڙڻ لڳو. هاءِ افسوس! منهنجا ٻولڻ وارا طوطا! منهنجي روح جي راحت، سُٺي پيشاني وارا طوطا! حضرت سليمان عليه السلام پکين جي ٻولي سمجهندو هو، انهيءَ ڪري پکين سان دلچسپي رکندو هو. منهنجي زبان سان مونکي نقصان پُهتو. منهنجي زبان مرڻ واري طوطي جو قصو نہ ٻڌائي ها تہ منهنجو پيارو پالتو طوطو نہ مري ها پر آئون زبان جي کهڙي شڪايت ڪريان. جڏهن تہ اها شڪايت بہ زبان ئي ادا ڪري رهي آهي. زبان ئي ذخيرو ڪندي آهي ۽ زبان ئي اُن کي تباهہ ڪندي آهي. انسان جي تباهي زبان جي ڪري ٿيندي آهي. زبان ڏيئي ڪري (وعدو ڏيئي) ڪڏهن انسان کي خلافِ مزاج ڪم ڪرڻو پوندو آهي. زبان خزانا بہ گڏ ڪندي آهي ۽ لاعلاج مصيبتن ۾ بہ مبتلا ڪندي آهي. زبان ئي سيٽي وڄائي پکيءَ جي ڏوکي جو سبب بنبي آهي ۽ پکي ان کي پنهنجي همر جنس جو آواز سمجهي ڪري اچي جار ۾ ڦاسندو آهي ۽ اها ئي زبان اڪيلائي ۾ مونس، مددگار ۽ غمخوار بنجندي آهي. قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ "لَقَدۡ خَلَقۡنَا الۡاِنۡسَانَ فِىۡ كَبَدٍ "(البلد:٤) يعني اسان انسان کي رنج ۽ سختيءَ ۾ پيدا ڪيو آهي. يعني طوطا، توکي ڏسي

ڪري منهنجو رنج ۽ غم متجي ويندو هو، هاڻي ديدار تڏهن ٿيندو جڏهن روح جسدِ عنصري کان جدا ٿي ويندو. الله تعاليٰ گهريو تہ خدا کي سُڃاتو وڃي، انهيءَ ڪري اسان کي عالمِ عنصري ۾ پيدا فرمايائين. الله تعاليٰ جي غيرت جو بيان ناممڪن آهي.

اهو طوطو الله تعاليٰ جو عطيو هو، جنهن جو آئون شڪريو ادا نہ ڪري سگهيس. اهو طوطو صبح جو اُٿي ڪري الله جي ياد ۾ لڳي ويندو هو، انهيءَ جي ڪري مون کي بہ خدا ياد اچي ويندو هو. بزرگ طوطي جي بيان ۾ روح جو قصو شروع ڪري ٿو تہ روح جو ملهم ۽ جسم کان پهريان مخلوق هجڻ مشهور آهي. توهان روح کي نٿا ڏسي سگهو، ان جا آثار جيڪي جسم تي طاري آهن، انهن کي ڏسو ٿا. روح جي عڪس ۾ مشغوليت رنج جو سبب آهي پر روح ۾ مشغول هجڻ گهرجي. انسان تن پروريءَ ۾ لڳندو آهي ۽ روح کي فنا ڪندو آهي. آئون عشقِ الاهي ۾ پنهنجي جسم کي جلائي چڪو آهيان، جيڪڏهن ڪو عشق جي باهہ ۾ جلڻ گهري تہ مون کان باهہ وٺي. جيڪو شخص روح کي بلڪل فنا ڪري چڪو هجي اُن ۾ عشق جي باهہ نٿي لڳي. اهڙو شخص تلاش ڪريو جيڪو اُن باهہ کي قبول ڪري سگهي. عشقِ الاهي جو پورو بيان ناممڪن آهي. آئون ٺيڪ حالت ۾ بہ عشق جي بيان تي قادر نہ آهيان، مستيءَ جي حالت ۾ ڇا بيان ڪري سگهندس.

آئون مست شير آپي کان ٻاهر آهيان! اها مولانا پنهنجي حالت بيان ڪئي آهي. قافيي ۾ جڏهن شعر جو قافيو تلاش ڪريان ٿو تہ محبوب جي تقاضا هوندي آهي تہ منهنجي ديدار کان سواءِ ڪجهہ بہ تلاش نہ ڪر. قافيي جي تلاش ۽ ڳولا ۾ مُشاهدي جي دولت حاصل نہ ٿيندي، انهيءَ ڪري آئون لفظي ڪلام کي ڇڏي ڪلام نفسي جي ذريعي هم ڪلام ٿيندو آهيان، جيڪو حرفن وغيره کان آجو هوندو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ فَاَوۡحٰۤى اِلٰى عَبۡدِهٖ مَاۤ اَوۡحٰى ﴿۱۰﴾ (النجم- ۱۰) پوءِ الله تعاليٰ حضورﷺ کي وحي ڪئي جيڪا بہ ڪئي.“ هن آيت ۾ انهن اسرارن ڏانهن اشارو آهي جيڪي حضرت جبرائيل عليه السلام جي واسطي کان سواءِ حضورﷺ کي ٻڌايا ويا هئا ۽ جيئن تہ اهي اسرار طريقہ محمديہ جي متعلق هئا، ٻين انبيائن سان انهن جو ڪو تعلق ڪونہ هو، انهيءَ ڪري اهي اسرار انهن کي ڪونہ ٻڌايا ويا. جڏهن آئون پنهنجي لاءِ لفظ ما (نہ) ڳالهايان تہ نفي جي معنيٰ ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ آئون پنهنجي ذات کي فنا ڪري چڪو آهيان. مولانا پاڻ کي چوي ٿو تہ بي حجاب تجلي جي سوال کان باز اچ! ڇاڪاڻ تہ اها تجلي هن جهان ۾ بربادي جو سبب ٿيندي، جيئن ڪوهِ طور تي ٿيو. مون کي ويرانيءَ جو ڪو غم نہ آهي ويراني ۾ خزانو ملندو آهي. جيڪو شخص شهود جي مقام تائين پُهچي ويو اهو تہ اڃا بہ وڌيڪ قُرب جو متمني ٿيندو ۽ چاهيندو تہ جسد عنصري جو حجاب جلد رفع ٿي وڃي. عشق ۾ فاني وڌيڪ فنا چاهيندو آهي، ڪنهن طرح بہ پنهنجي بقا پسند نہ ڪندو. فانيءَ کي عتاب ۽ لُطف ۾ هڪ جهڙو مزو اچي ٿو. عاشقِ صادق، مُراد ۽ بي مراديءَ کي منشاء باري تعاليٰ سمجهي ڪري ٻنهين مان لطف اندوز ٿيندو آهي. جڏهن اطاعت ڪمال کي پهچي ويندي آهي تڏهن آقا اُن جي ڳالهہ تي سر تسليم خم ڪرڻ لڳندو آهي ۽ عاشق پنهنجي عاشقن سان عشق ڪرڻ لڳندو آهي. بادشاهہ پنهنجي فرمانبردارن جا فرمانبردار بنجي ويندا آهن ۽ جنهن غلام مولا جي مرضيءَ ۾ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري ڇڏيو هجي، مولا اُنجي لاءِ فنا هوندو آهي. شڪاري شوق ۾ خود شڪار بنبو آهي پوءِ شڪار اُن کي هٿ لڳندو آهي.

عاشق صادق معشوق جي دل ۾ گهر ڪري وٺندو آهي، ان اعتبار سان اهو معشوق بنجي ويندو آهي. شاخن، نهرن ۽ دريائن ۾ پاڻي وهي ڪري اُڃايلن کي تلاش ڪندو ۽ ڳوليندو آهي. جڏهن حضرت حق خود مهربان ٿي ويو آهي ۽ روئف و رحيم آهي تہ هاڻي همہ تن گوش بنجي وڃ، ۽ آهہ و فرياد ڇڏي ڏي. عاشق جي زندگي موت ۾ مُضمر ۽ لِڪل آهي. جيستائين تون دل کي محبت ۾ فنا نہ ڪندين تہ اها حقيقي دل نہ ٿيندي. آئون ديدار جو طالب ٿيس، اُن فرداءِ قيامت تي ڇڏي ڏنو. جان ۽ دل جي زاري ڏيکاري ڪري ديدار جو طالب نہ بنج، جيستائين تو کي جان ۽ دل جو خيال

آهي ديدار جو مستحق نہ آهين، چو تہ اهو ہيائي وارو آهي. جيئن تہ اُن پنهنجي جان ۽ دل ڏانهن بہ نظر ڪئي ۽ محبوب ڏانهن بہ ڏٺو. الله جي ڪرم جي درياء مان دوست ۽ دشمن سيراب ٿي رهيا آهن. ہار ڪي جڏهن مفت موتي ملي ويندو آهي تہ اهو ان ڪي مانيءَ ٽڪر عيوض وِڪڻي ڇڏيندو آهي. پاڻ ڪي بزرگ رومي چوي ٿو تہ اسرارِ معرفت ڪان واقفيت جي باوجود پنهنجو پاڻ ڪي لاعلم ظاهر ڪر، ڇاڪاڻ تہ هر ماڻهوءَ جي اڳيان اهي مضمون بيان نٿا ڪري سگهجن.

**حڪيم سنائي رحمة الله عليه جي قول جو تفسير:**

جنهن شيءِ جي ڪري تون رستو ڇڏي ويهين اهو ڪفر جو ڪلمو ٿيو ۽ ڇا ايمان ٿيو تہ ڇا، جنهن جي ڪري تون دوست ڪان پري ٿي وڃين اهو نقش برو هجي تہ ڇا سٺو هجي تہ ڇا.

**حضور ﷺ جي هن حديث جي معنيٰ**

حضور ﷺ جي هن حديث جي معنيٰ تہ "بيشڪ، سعد غيرت مند آهي ۽ آئون ان ڪان بہ وڌيڪ غيرت مند آهيان ۽ الله مون ڪان وڌ غيرت مند آهي ۽ الله تعاليٰ پنهنجي غيرت منديءَ جي ڪري سڀني ڪليل ۽ ڍڪيل بدڪارين کي حرام قرار ڏنو آهي."

(نوٽ: حضرت سعد رضي الله عنه مشهور صحابي آهي، حدِّ قذف جي سلسلي ۾ اُن عرض ڪيو هو تہ جيڪڏهن زال ڪي زنا ڪندي ڏسان تہ فوراً قتل ڪري ڇڏيندس، چار شاهد آڻڻ جو مون ۾ تاب ڪونہ رهندو. ان تي حضور ﷺ اهو ارشاد فرمايو هو. بزرگ رومي رحمة الله عليه اسرارن جي بيان جو ترڪ، غيرتِ خداونديءَ جي ڪري ڪيو آهي، انهيءَ ڪري هاڻي غيرت خداوندي جو بيان شروع ڪيو اٿس. مترجم)

*جُملہ عالم زاں غیور آمد کہ حق*
*بُرد در غیرت بریں عالم سُبق*

ترجمو: "سڄي دنيا هن لاءِ غيرتمند بڻي تہ الله تعاليٰ غيرت ۾ هن دنيا تي سبقت ڪري ويو آهي."

جملي عالم، عالمِ صفاتِ باري جو مظهر آهي تہ مخلوق جي غيرت، غيرتِ حق جو پرتو آهي. جسم حرڪت ۽ سڪون ۾ روح جو تابع آهي. اهڙي طرح ڪائنات جا احوال مشيت باري جا تابع آهن. مُشاهدي ڪان تنزل اختيار ڪري دلائل سان يقين حاصل ڪرڻ غيرتِ رب جو سبب آهي. اعليٰ مرتبا ڇڏي ادنيٰ مرتبا اختيار ڪرڻ بہ غيرت جو سبب آهي. دست بوسي جي مقابلي ۾ پير چُمڻ خدمت جو ادنيٰ درجو آهي. هيءَ بہ غيرت جي ڳالهہ آهي تہ ديدار جو موقعو هجي تہ ان ڪي ڇڏي خوشبوءِ سنگهڻ تي اڪتفا ڪرين. اصل غيرت حق آهي ۽ انسانن جي غيرت ڇميءَ وانگر بي قدر آهي. حديث شريف ۾ آيو آهي تہ الله تعاليٰ ڪي ٻہ قطرا ڏاڍا محبوب آهن. هڪ اهو جيڪو الله جي خوف ڪان اک مان ڪري، ٻيو اهو رت جو ڦڙو جيڪو جهاد ۾ ڪري. معشوق عاشق جي درد مان هن لاءِ خوش آهي تہ اهو درد عشق جي تقاضا آهي. انهيءَ ڪري اُن جي خوشيءَ لاءِ اسين پنهنجي درد ۽ رنج ڪان خوش آهيون. جيڪو لُڙڪ محبوب جي ياد ۾ وهي اهو موتي آهي. آئون پنهنجي درد جو جيڪو بيان ڪريان ٿو اهو بصورت شڪايت ضرور آهي پر حقيقت ۾ اهو شڪايت نہ آهي، بلڪ هڪ واقعي ڪي نقل ڪرڻ آهي. دل محبوب ڪان رنجيده هجڻ جو اظهار ڪري ٿي. آئون دل جي ان نفاق تي کِلان ٿو، ڇاڪاڻ تہ اها دل حقيقت ۾ خوشي محسوس ڪري رهي آهي. مون ڪي ناز ۽ ڪرشمو نہ ڏيکار، تون صدرِ مجلس آهين، آئون آستان وانگر پامال آهيان، انهيءَ ڪري مون تي ظلم ڪرڻ تنهنجي شايانِ شان نہ آهي.

بزرگ روميءَ رحمة الله عليه محبوب کي صدر مجلس ۽ پاڻ ڪي آستان چيو تہ ڪيس ان مان ہيائي جي بوءِ آئي جيڪا فنا

جي خلاف آهي، انهيءَ ڪري هاڻي اُن جو تدارڪ ڪري ٿو تہ ذاتِ حق واحد آهي. هي ممڪنات ان جا عارضي تعينات آهن. اهائي ذات واحد روح جو جوهر آهي جنهن مرد ۽ عورت جي عارضي جسم کي قائم ڪيو آهي. اهي ممڪنات جا عارضي تعينات ختم ٿي ويندا تہ اهائي ذاتِ واحد حي قيوم باقي رهجي ويندي. بيشڪ، ذاتِ واجب الوجود ممڪنات جي حجاب ۾ محجوب آهي. منهنجي تمنا هي آهي تہ بيان ۽ سُخن کان لنگهي اُن ذات حق جو مشاهدو ڪريان. اڳين مضمون کان بزرگ گُريز ڪري ٿو تہ اها تمنا غلط آهي. هيءَ اسان جي جسماني اک ڪيئن مُشاهدو ڪري سگهي ٿي ۽ اسين غم ۽ خوشيءَ جا پابند آهيون اسان تي مادي عوارض طاري آهي، تنهنڪري ڪيئن مشاهدو ڪري سگهون ٿا. اها دل جيڪا طبعي ڪيفيتن ۾ قيد آهي اها ديدار نٿي ڪري سگهي. جڏهن انسان ۾ لافاني صفتون پيدا ٿي ويندیون تڏهن اهو ديدارِ الاهي جي قابل ٿيندو. عشق جي باغ جي ترو تازگي لافاني آهي. تون ٻڌاءِ اسان جي روح کي ديدار ڪڏهن ميسر ٿيندو؟ آئون تہ چوندو رهيس تہ منهنجو خون وهائڻ حلال آهي پر اهو خونريزيءَ تي آماده نہ ٿيو، انڪار ڪيائين. حضرتِ حق قيوم آهي انهيءَ ڪري اهو جهان جي لاءِ بمنزلہ جان جي آهي ۽ هر روز اُن جي هڪ شان جو ظُهور ٿيندو آهي. محبوب جي ديدار جون ڳالهيون ختم ڪري هاڻي عاشق جي مهجوريءَ جو حال ٻڌاءِ. عشقِ مجازي جي لذت ۽ تڪليف محبوب جي قهر ۽ مهر تي موقوف آهي. عشق حقيقي کي عشق مجازي تي قياس ڪرڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ ان جون ڪيفيتون عوارض سان وابستہ آهن جيڪي فاني آهن ۽ عشق حقيقي جو تعلق ذاتِ باري سان آهي جيڪو حيّ ۽ قيوم آهي.

تجليات جي محويت ۾ صبح ٿي ويو ۽ مثنوي لکڻ ۾ تاخير ۽ دير ٿي وئي، انهيءَ ڪري اي عشق! توکي حسام الدين سان عذر خواهي ڪرڻ گهرجي، جنهن جي فرمائش ۽ اصرار تي مثنوي لکڻ شروع ڪئي اٿم. (حسام الدين مولانا جو خاص طالب آهي جنهن جو ذڪر مولانا ڏاڍي تعظيم سان ڪري ٿو.) انگوري شراب جو جوش اسان جي مستيءَ جي جوش جي مقابلي ۾ هيچ آهي، اسان جي وجد ۽ حال جي گردش آسمان جي گردش کان وڌيل آهي، اهو قصو ڊگهو آهي، اي صاحب ٻڌاءِ تہ اُن نيڪ مرد سوداگر جو ڇا ٿيو؟

**وڏي سوداگر جي حڪايت ڏانهن رجوع**

*خواجہ اندر آتش و درد و حنين*
*صد پراگندہ همی گفت اين چُنين*

ترجمو: ”سردار باهہ، تڪليف ۽ روئڻ جي حالت ۾ اهڙي قسم جون سوين ٽڙيل ڳالهيون ڪري رهيو هو.“

مشهور چوڻي آهي تہ ”ٻُوڙو بہ هٿڻ واري لاءِ سهارو هوندو آهي“ تہ جيئن اُن جي مدد ڪري. الله تعاليٰ کي ڪوشش ۽ سعيو پسند آهي، جيتوڻيڪ نتيجو اُن پنهنجي اختيار ۽ قدرت ۾ رکيو آهي. الله تعاليٰ سيني بي نيازين ۽ صمديت جي باوجود مصروفِ ڪار آهي. بيماريءَ کان سواءِ آهہ و زاري جهڙي طرح باعثِ تعجب آهي اهڙي طرح حضرتِ حق جي بي نيازي جي باوجرد مشغوليت باعثِ تعجب آهي. قرآن مجيد جي سوره رحمان ۾ ارشاد آهي تہ كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِىْ شَاْنٍ (الرحمٰن:٢٩) صفاتِ ذات جن جو اهو اظهار ڪندو رهندو، آهي ڪنهن کي ماريندو آهي، ڪنهن کي رزق ڏيندو آهي، ڪنهن کي حياتي بخشيندو آهي. قرآن پاڪ ۾ ٻي جاءِ تي آهي تہ لَآ اُضِيْعُ عَمَلَ عَامِلٍ مِّنْكُمْ مِّنْ ذَكَرٍ اَوْ اُنْثٰى (آل عمران:١٩٥) آئون توهان مان ڪنهن ڪم ڪرڻ واري جو ڪم ضايع نہ ڪندس، چاهي اهو مرد هجي يا عورت. الله تعاليٰ هر شخص جي ڪم کي ٻُڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي. اي چاچا! اها ڳالهہ تہ ختم ٿيڻي نہ آهي، طوطي ۽ سوداگر جو قصو ٻڌاءِ.

**سوداگر جو مٺل طوطي کي پڃري مان ڪڍي ٻاهر اُڇلائڻ ۽ اُن جو اُڏامڻ:**

بعد ازانش از قفس بیروں فگند

طوطیک پرّید تاشاخ بلند

ترجمو: ”ان ڪانپوءِ طوطي کي پڃري مان ٻاهر اُڇلايائين. طوطو اڏامي وڃي مٿي ٽاريءَ تي ويٺو.“

طوطو وڻ ڏانهن ائين اُڏاڻو جيئن سج اڀرندي کان اُلهندي ڊوڙندو آهي. سردار پکيءَ جي حرڪت تي حيران ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ تو پنهنجي تدبير سان اسان جون اکيون بند ڪري ڇڏيون. اسان کي ساڙي ڇڏيئہ ۽ پاڻ کي روشن ڪيئي. دراصل واپاريءَ جي طوطي جهنگ جي طوطن کان پنهنجي ڇوٽڪاري جي راهنمائي گهري هئي، تڏهن جهنگ جي طوطي مري ڪري اُن کي سيکاريو تہ خاموشي نجات جو سبب آهي. مري ڪري اُن هيءُ سمجهايو هو تہ مرڻ سان تنهنجي خوش بياني ختم ٿيندي، پوءِ تو کي نجات ملندي. انسان جو نمود ۽ ڏيک اُن جي تباهي آهي. دنيا آخرت جي کيتي آهي جيڪڏهن هتي نہ پوکيندا تہ آخرت ۾ نہ لُڻندا. انسانن کان خِلوت اختيار ڪري الله سان دوستي جوڙڻ گهرجي ۽ الله جي پناهہ ۾ اچڻ گهرجي. خدا جي پناهہ، اها پناهہ آهي جنهن جي ذريعي ڪائنات خادم بڻجي ويندي آهي. الله تعاليٰ طوفان موڪليو جيڪو حضرت نوح عليہ السلام جي نجات ۽ دشمنن جي تباهي جو سبب بڻيو. درياءِ نيل فرعون کي ٻوڙي ڇڏيو ۽ حضرت موسيٰ کي ڇوٽڪارو ڏياريو. نمرود اهو ظالم بادشاهہ آهي جنهن ابراهيم عليہ السلام کي باهہ ۾ وڌو. باهہ ابراهيم عليہ السلام لاءِ آٿت بڻجي ويئي ۽ نمرود جي دل مان دونهون اُٿيو. مشهور آهي تہ حضرت يحيٰ عليہ السلام کي جڏهن قوم قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيو تڏهن هڪ جبل اُن کي پاڻ اندر پناهہ ڏني. جڏهن قوم حضرت يحيٰ عليہ السلام جي تعاقب ۾ اُتي پُهتي تڏهن اُن جبل جي پٿرن اُن قوم کي هلاڪ ڪري ڇڏيو.

**طوطي جي سردار کان موڪلاڻي، ڪيس نصيحت ڪرڻ ۽ اُڏامڻ**

یک دو پندِش داد طوطی بے نفاق

بعد ازاں گفتش سلامٌ اَلفراق

ترجمو: ”طوطي اُن کي مخلصانہ ٻہ نصيحتون ڪيون، ان ڪانپوءِ چيو سلام الفراق.“

”الوداع ۽ الفراق“، اهي ٻئي لفظ جدائي جي وقت ڳالهايا ويندا آهن. الوداع سردار! تو مون تي ڪرم ڪيو. دنياوي لڳ لاڳاپن مان آزاد ٿيو آهيان. سردار طوطي کي چيو: فِيْ اَمَانِ اللهِ (الله جي حفاظت ۾) اهو لفظ بہ رُخصت ڪرڻ وقت ڳالهايو ويندو آهي. طوطي پنهنجي اصلي وطن هندستان ڏانهن رُخ ڪيو. سردار پنهنجو پاڻ کي چيو تہ اها منهنجي لاءِ نصيحت آهي. اهو ئي رستو اختيار ڪندس، آئون طوطي کان ٿورو ئي گهٽ آهيان.

**ماڻهن جي تعظيم ۽ شهرت جو نقصان**

تن قفس شکل ست وزاں شد خارِجاں

از فریب داخلاں و خارجاں

ترجمو: ”جسم پڃري وانگر آهي، انهيءَ ڪري جان لاءِ ڪنڊو آهي. اندروني ۽ بيروني ماڻهن جي لاءِ مڪر جي ڪري ڪنڊو آهي.“

هڪ کي چوندو آهي تہ تنهنجو ساٿي آهيان، ٻئي کي چوندو آهي تنهنجو آهيان. اهي سڀ جلوت جا نقصان آهن. هن کي چوندو ٻئي جهان تنهنجي ڪري آهن اسين تنهنجي ملڪيت آهيون. ڪنهن کي چوندو تہ عيش ۽

خوشيءَ جو وقت آهي، پيئڻ پيارڻ ۽ ياري دوستي جو وقت آهي. جڏهن ماڻهن کي پنهنجو شيدائي ڏسندو آهي تڏهن تکبر جي ڪري آپي کان ٻاهر نڪري ويندو آهي. دنيا جي مڪاري ۽ مهرباني مزيدار گراهه آهي، ان کي نہ کاءِ، چاکاڻ تہ اهو باهہ سان ڀريل آهي. واکاڻ سان انسان ابتداء ۾ لطف اندوز ٿيندو آهي پر انجام تباهي آهي.

ڪي ماڻهو سمجهندا آهن تہ ماڻهن جي غلط مدح سرائيءَ سان مٿن ڪو اثر ڪونہ ٿيندو. بزرگ رومي ؒ ان جي ترديد ڪندي چوي ٿو تہ ضرور اثر ٿئي ٿو، جيڪو توهان جي لاءِ غير محسوس آهي. توهان خود سمجهو ٿا تہ توهان ڪيس محروم ڪيو آهي، انهيءَ ڪري برائي ڪري رهيو آهي پر اُن جي برائي کان متاثر ٿيو ٿا. تعريف مِٺي آهي انهيءَ ڪري سُٺي لڳندي آهي، برائي جيئن تہ ڪڙي آهي انهيءَ ڪري بُري لڳي ٿي. برائي جُلاب وانگر آهي. جُلاب جو اثر سڄو ڏينهن رهندو آهي، پيٽ ۾ وٽ پوندا رهندا آهن ۽ دست ايندا رهندا. حلوي جو اثر ٿوري دير رهندو آهي. هڪ ضد کي ٻئي ضد سان سُڃاتو ويندو آهي. جڏهن ڪڙي دوا جو اثر دير تائين رهندو آهي تہ پوءِ ڪنڊ جو اثر بہ دير تائين هوندو. ڪنڊ جو اندروني اثر هيءُ ٿيندو تہ اُن مان ڦرڙيون پيدا ٿينديون، جن کي چيرڻ جي ضرورت پوندي. ڪوڙي دوا پيءُ گندي مادي کان پيٽ پاڪ ڪر ۽ خاڪسار ٿيءُ، بادشاهہ نہ ٿيءُ. بال وانگر برداشت ڪر، جڏهن تنهنجي مهرباني ختم ٿيندي اهي ئي خوشامدي ڀڄي ويندا. جيئن چوڪري کي اُن جي چاهڻ وارا دل جو ڏٽي پيا چوندا آهن. جڏهن عاشقن جي صُحبت سان بدنامي ٿيندي آهي يا ڏاڙهي ايندي تہ ڀڄي ويندا آهن، انهيءَ ڪري شيطان جي شر کان بچ.

## ”جيڪو الله تعاليٰ چاهيو، ٿيو ۽ جيڪو نہ چاهيو نہ ٿيو“ جو تفسير

اين همه گفتيم ليک اندر بسيچ
بے عناياتِ خدا هيچيم هر هيچ

ترجمو: ”هي سڀ اسان چيو پر ارادي ۾ خدا جي عنايتن کان سواءِ اسين ڪجهہ بہ نہ آهيون.“

ماشاء ا° ”جيڪي ا° چاهيو“. اهل سنت جو عقيدو آهي تہ خدا جي مشيت ۽ ارادي کان اُن جي مراد جدا نٿي ٿي سگهي. جيڪي ا° چاهي ٿو اهو ٿئي ٿو. الله جي ذات جي حقيقت دريافت نٿي ڪري سگهجي. انسان جو علم الله جي علم جي ڀيٽ ۾ ائين آهي جيئن سمنڊ جي آڏو هڪ قطرو. دنيا ۾ تنازع للبقا جو عمل جاري آهي، شيون فنا ٿي وڃن ٿيون، قدرت وري انهن کي پيدا ڪري ٿي. جهڙي طرح موجوداتِ خارجي معدوم مان موجود ٿين ٿيون، خيالن جو بہ اهوئي حال آهي.

سرءُ جي موسم ۾ ٻاريون ۽ پن ڪومائجي ڇڻي ويندا آهن ۽ پڪي پڪڻ ڇڻ تہ انهن تي روئندا آهن. پوءِ قدرت وري انهن کي نئين سر ڦُٽائيندي آهي. انسان جي نفس ۾ سرءُ هي آهي تہ اهو تعلقات ڪونيہ سان متعلق هجي ۽ بهار هيءُ آهي تہ معارفِ وحدانيہ سان واسيل هجي. هي مضمون جيڪي سمجهايا وڃن پيا اهي اُن باطني گلزار جي مهڪ آهن، جيئن شراب کان سواءِ مستي ممڪن نہ آهي تيئن گل کان سواءِ خوشبوء ممڪن نہ آهي انهيءَ ڪري انهن مضمونن ۾ جوش ۽ خوشبو يقيناً باطني شراب ۽ باطني گلزار جو فيض آهي. باطني گلزار جي خوشبوء جنت ۽ ڪوثر جي رهنمائي ڪندي آهي. حضرت يعقوب عليه السلام حضرت يوسف عليه السلام جي فراق ۾ روئندي روئندي اکين جو نور وڃائي ويٺو هو. حضرت يوسف عليه السلام جي قميص جي خوشبوءَ سان وري سندس نور موٽي آيو. جيڪڏهن توهان مطلوب نہ آهيو تہ طالب ئي بڻجو، جي تون شيرين نہ آهين تہ فرهاد ٿيءُ ” جي تون ليليٰ نہ آهين تہ مجنون ٿي پئو.

**حڪيم سنائي قدس سره جي قول جو تفسير**

ناز را روئے بباید ہمچو ورد
چوں نداری گرد بدخوئی مگرد

ترجمو: ”ناز ڪرڻ جي لاءِ گُلاب جهڙو چهرو گهرجي، جيڪڏهن تو وٽ اهو نہ آهي تہ بد مزاجيءَ ڪي ويجهو نہ وڃ.“

انڌي اک سان جيڪڏهن ڪو اشارو ڪري تہ اهو عيب ٿيندو. حڪيم سنائي چوي ٿو تہ مطلبن ڪي سمجهڻ ۾ پوري هوش ۽ حواس کان ڪم وٺو. مطلب جي اڳيان اشارو ۽ ناز مناسب نہ آهي. عاجزي ۽ آهہ و زاريءَ کان ڪم وٺ. طوطي جو مرڻ هن ڳالهہ ڏانهن اشارو آهي تہ نياز کان ڪم وٺ ۽ مطلوب جي اڳيان پاڻ ڪي مرده بناءِ. پوءِ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو دم توکي زنده ڪندو. يعني مطلوب جو فيض توکي زنده ڪندو. بهار جي موسم ۾ پٿر تي گاهہ ڪونہ ڦُٽندو آهي پر مِٽيءَ تي گاهہ ڦُٽندو آهي. تون پٿر نہ ٿي، مٽي ٿي پئو!

**چنگ وڄائڻ واري پوڙهي جو قصو جيڪو حضرت عمر رضي الله عنه جي زماني ۾ ٻُڪ جي ڏينهن چنگ وڄائيندو هو:**

ایں شنیدستی کہ در عہدِ عمرؓ
بود چنگی مُطربی با کرّوفر

ترجمو: ”تو هي ٻڌو آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنه جي زماني ۾ هڪ چنگ وڄائڻ وارو گويو شان ۽ شوڪت سان هو.“

جنهن جي آواز سان ماحول تي مستي ڇانئجي ويندي هئي، اُن جي آواز سان اسرافيل عليہ السلام جي آواز وانگر مُرده بدن ۾ جان اچي ويندي هئي. اسرافيل هڪ ملائڪ جو نالو آهي جيڪو قيامت کان اڳ صور ڦوڪيندو جنهن سان ڪائنات جو سڄو نظام درهم برهم ٿي ويندو. چاليهن سالن ڪانپوءِ اهو ٻيو صور ڦوڪيندو، تڏهن سڄي ڪائنات اصلي حالت ۾ اچي ويندي. پريءَ جو آواز ماڻهو نٿو ٻڌي ڇاڪاڻ تہ انسان پرين جي آواز کان ناواقف آهي. قرآن مجيد جي سورة الرحمٰن ۾ جنن ۽ پرين جو ذڪر آهي، جنهن ۾ انسانن سان گڏ جنن ڪي بہ خطاب ڪيو ويو آهي. ان سورت ۾ فرمايو ويو آهي تہ يٰمَعْشَرَ الْجِنِّ وَ الْاِنْسِ اِنِ اسْتَطَعْتُمْ اَنْ تَنْفُذُوْا مِنْ اَقْطَارِ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ فَانْفُذُوْا ؕ لَا تَنْفُذُوْنَ اِلَّا بِسُلْطٰنٍ (الرحمٰن:٣٣) ”اي جنن ۽ انسانن جي جماعت، جيڪڏهن توهان کان ٿي سگهي تہ توهان آسمان ۽ زمين جي ڪنارن کان نِڪري وڃو (۽ اسان کان بچي وڃو) تہ نڪري وڃو، نہ نڪرندؤ پر زور سان.“

عارف بہ اهوئي ڪم ڪن ٿا جيڪو اسرافيل عليہ السلام ڪندو، اُن جي صور سان مرده زنده ٿي ويندا ۽ عارف بہ مرده دلين ڪي زندگي عطا ڪن ٿا. جڏهن اُنهن روحن ۽ دلين ڪي زندگي ملي وڃي ٿي تڏهن اهي عارفن جي آواز ڪي خدائي آواز سمجهن ٿا، ڇاڪاڻ تہ زنده ڪرڻ خدا جي آواز جو تاثير آهي. اهو خدا جو آواز سڌوسنئون آهي يا رسولن جي واسطي سان آهي. بي بي مريم ڪي خدا جي آواز حضرت عيسيٰ عليہ السلام جهڙو اولوالعزم پيغمبر عطا فرمايو. هن ڳالهہ کان قطع نظر ڪر، تہ اهو آواز ڪنهن جي نڙيءَ مان اچي رهيو آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ ”جڏهن آئون ٻانهي سان محبت ڪريان ٿو تہ اُن جو ڪن بڻجي وڃان ٿو جنهن سان اهو ٻڌندو آهي، اُن جو هٿ بڻجي ويندو آهيان جنهن سان اهو جهلي ٿو. بِيْ يَسْمَعُ منهنجي ذريعي ٻڌندو آهي. بِيْ يُبْصِرُ منهنجي ذريعي ڏسندو آهي. هاڻي اهو ٻانهو نہ صرف رازدان آهي پر مجسم راز آهي.

**حديث شريف ”مَنْ كَانَ لِلّٰهِ كَانَ اللّٰهُ لَهٗ“ جيڪو شخص الله جو ٿي ويو الله اُن جو ٿي ويو، جو بيان:**

چوں شدی من کانَ للّٰہ از ولہ
من تُرا باشم کہ کانَ اللہ لہٗ

ترجمو: ”جڏهن تون عشق جي ڪري منهنجو بڻئين، آئون تنهنجو ٿي ويس.“

اهڙي ڀانهي کي "تون" چئي ڪري سڏيو يا "آئون" چئي پُڪاريو، مقصد منهنجي ذات هوندي آهي. پوءِ "تون" ۽ "آئون" جو قصو ختم ٿي ويندو آهي ۽ ذاتِ باريءَ سان وحدت پيدا ٿي ويندي آهي. جڏهن ڪنهن دل ۾ رب جي تجلي ظاهر ٿي ويندي آهي ته اُن سان هر قسم جي مُشڪلات حل ٿي ويندي آهي. حضرت آدم عليه السلام کي الله تعاليٰ دنيا جي شين جا نالا سيکاريا، پوءِ فرمايائين ته هاڻي ٻين کي اهي نالا ٻُڌاءِ. اهو فيض حضرت آدم عليه السلام جي واسطي سان خُدا جو ٿي آهي. چند مثال ڏيئي ڪري بزرگ رومي رحمة الله عليه سمجهايو آهي ته درميان واسطي جي اچڻ سان حقيقت نٿي بدلجي. پاڻي نهر جو آهي پوءِ پلي مَٽَ مان ئي پيتو وڃي. چنڊ جي روشني سج جي ئي روشنيءَ مان آهي، منهنجا صحابي ستارن وانگر آهن، جنهن مان هدايت وٺندؤ هدايت حاصل ڪندؤ. اها حديث شريف آهي. سچي عارف جي ذات جو باري تعاليٰ سان ڳانڍاپو آهي. ڪدوءَ کي سُڪائي ان مان ڪُرُ ڪدي ان ۾ شراب ڀاهيندا آهن. شراب ساڳيو آهي مَٽَ مان پيئو يا ڪدوءَ مان پيئو. حديث شريف ۾ آهي ته 'طُوْبٰى لِمَنْ رَآنِيْ اَوْ رَاٰى مَنْ رَآنِيْ' خوشخبري آهي ان لاءِ جنهن مونکي ڏٺو يا اُن شخص کي ڏٺو، جنهن مون کي ڏٺو." صحابين سڳورن ۾ بالواسطه حضور صلى الله عليه وسلم جو نور هو. جيڪو چراغ يا ڏيئو شمع ۽ بتيءَ مان روشن ٿيو آهي اُن چراغ کي ڏسڻ گويا شمع کي ڏسڻ آهي. طالب جي بيعت ۾ جيڪڏهن چند واسطا به هجن ته نور اصل ڪان ئي حاصل ٿيو آهي، انهيءَ ڪري شيخ طريقت سان بيعت حضور صلى الله عليه وسلم سان بيعت آهي. مطلب ته روشني منتقل ٿيندي رهندي آهي ان مان فيض حاصل ڪرڻ اصل مان ئي فيض حاصل ڪرڻ برابر آهي.

**هڪ حديث جي معنيٰ جو بيان**

گفت پیغمبرؐ کہ نفحت ہائے حق
اندریں ایام می آرد سبق

ترجمو: "پيغمبر صلى الله عليه وسلم فرمايو آهي ته الله جون خوشبويون هن زماني ۾ اڳتي وڌيون آهن."

وقت صوفين جي اصطلاح ۾ اهو وقت آهي جنهن ۾ وارداتِ غيبي جو دل تي نزول ٿئي ٿو. اهڙن وقتن ۾ جيئو ۽ خوشبوءَ حاصل ڪريو. حضور صلى الله عليه وسلم جي دم مبارڪ جي خوشبوءِ، عارفن جي دم مبارڪ جي خوشبوءِ، جن بدنصيبن انهن خوشبوئن مان واس نه ورتو، اهي وڏيڪ تباهيءَ ۾ مُبتلا ٿيا. جن گنهگارن اها شيءِ حاصل ڪئي ته انهن جا گناهه معاف ٿي ويا. اوليائن جي خوشبوءَ سان جيڪا زندگي ۽ تازگي ميسر اچي ٿي اها شجرِ طوبيٰ (جنت ۾ هڪ وڻ جو نالو آهي) جي تازگي ۽ زندگي جيان آهي، ممڪنات جهڙي عارضي تازگي نه آهي، اها خوشبوءَ زمين ۽ آسمان برداشت نٿي ڪري سگهيا. قرآن پاڪ ۾ آهي ته اِنَّا عَرَضْنَا الْاَمَانَةَ عَلَى السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ وَ الْجِبَالِ فَاَبَيْنَ اَنْ يَّحْمِلْنَهَا وَ اَشْفَقْنَ مِنْهَا (الاحزاب: ٧٢) ترجمو: اسان امانت آسمانن ۽ زمين ۽ جبلن تي پيش ڪئي، انهن انڪار ڪيو جو ان کي کڻن ۽ ان کان ڊڄي ويا.

نفس جي لذت کي تون مفيد سمجهين ٿو حالانڪ اها نقصانڪار آهي. روح ۽ جان تي جيئن تي وحي الاهي جو نزول ٿيندو آهي انهيءَ ڪري اُن کي لقمان عليه السلام قرار ڏنو اٿس. نفس اُٺ وانگر آهي انساني جسم به اُٺ وانگر ڪنڊا وغيره کائي ويندو آهي. بزرگ رومي رحمة الله عليه روح کي شرافت جي ڪري مصطفيٰ ناده چوي ٿو. اُٺ ريگستان ۾ خوش رهندو آهي ۽ ٻٻر جا ڪنڊا ڪيس پسند آهن. روح لامڪاني شيءِ آهي. جهان جون وسعتون ان جي لاءِ تنگ آهن پر نفس جي لذت جي ڪري اهي غائب ٿي وڃن ٿيون. بي بي عائشه رضي الله عنها جو لقب حُميراء آهي جنهن جي معنيٰ ڳاڙهي رنگ واري آهي. بزرگ رومي رحمة الله عليه مصطفيٰ مان مراد مردِ عارف ۽ حُميراء مان مراد روح ورتي آهي، يعني عارف ڪامل پنهنجي روح سان هم ڪلام ٿئي ٿو. ۽ مردِ عارف چوي ٿو ته اي روح! عشقِ الاهي ۾ پاڻ کي بيقرار ڪري ڇڏ

تان تہ اهو جسم بي قرار ٿي وڃي. حميراء مونث جو صيغو آهي ۽ عربيءَ ۾ روح يعني نفس کي مونث مجيو ويندو آهي، انهيءَ ڪري لفظ حميراء مان روح مراد وٺڻ مناسب آهي. هن روح مان مراد روح حيواني نہ آهي جنهن جي پرورش خُشڪ ۽ تر غذائن سان ٿيندي آهي. روح جي عشق جا مرتبا ٽي آهن: هڪ هيءَ تہ روح عشق کي خوش ڪرڻ وارو هجي، ٻيو تہ عشق مان خود خوش هجي. ٽيون تہ عين خوشي بنجي وڃي. جيڪڏهن انسان لذتِ نفس جي رشوت خوري ڇڏي ڏي تہ سوين مسرتون ۽ خوشيون حاصل ڪري. عشق ۾ وفا جي ذريعي خود مصري بنجي وڃو تہ لازوال مِٺاڻ حاصل ٿيندو. عشق ۾ بيوفائي زهر آهي.

سُتي مخلوقات جيڪا وفادار آهي، اي اسان جا پروردگار، اسان کي اها عطا فرماءِ! ناقص عقل وجود باري تي دليل قائم ڪري واقفِ اسرار ٿيڻ چاهيندو آهي پر عشق جي عجائبن جو انڪار ڪري ٿو. اهڙو عقل ڳالهہ ٻولهہ ۽ ٻين ڪمن ۾ رهنمائي ڪري ٿو. حضور ﷺ حضرت بلال رضي الله عنه کي فرمايو تہ اَرِحۡنَايَا بِلَال "اي بلال رضي الله عنه اسان کي راحت پُهچاءِ! وحي اِلاهي سان حضرت آدم عليه السلام مدهوش ٿي ويو هو. حضور ﷺ حضرت بلال رضي الله عنه جي سهڻي آواز سان مدهوش ٿي ويا ۽ ليلتہ التعريس ۾ نماز بہ فوت ٿي ويئي. غزوه بني المصطلق تان واپسيءَ مهل حضور ﷺ جن سمهي رهيا. لشڪر بہ سُمهي رهيو. فجر جي نماز قضا ٿي ويئي. حضور ﷺ جي ننڊ حقيقت ۾ هڪ استغراقي ڪيفيت هئي جنهن جي ڪري حضور ﷺ جن بروقت نماز نہ پڙهي سگهيا. جيئن ڪنوار پردي ۾ هوندي آهي اهڙي طرح عشق ۽ جان بہ پوشيده آهي. بزرگ رومي فرمائي ٿو تہ آئون ذاتِ حق کي عروس (ڪنوار) چوڻ کان باز اچان ها پر غلبہ حال جي ڪري چوڻ تي مجبور آهيان. اهي لفظ مون غيبي اشاري سان چيا آهن. اهي لفظ چوڻ انهن وٽ عيب هوندا جن کي عيب کان سواءِ ڪجهہ نظر نٿو اچي. ڪي لفظ جاهل چون تہ عيب شمار ٿيندو ۽ جيڪڏهن اهي ئي لفظ صاحبِ حال چوي تہ اُن جي اعتبار سان اهي عيب نہ آهن. نسبت جي بدلجڻ سان لفظن ۽ اقوالن جو حڪم بدلجي ويندو آهي، مثال طور جيئن ڪُفر آهي. ا- ڏانهن اُن جي خلق جي نسبت عين حڪمت آهي. اسان جي نسبت سان اها انتهائي خراب ڳالهہ ۽ عيب آهي. مون حضرت حق جي باري ۾ گهٽين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي جن جي ڪري مون ۾ خوبيون ڳَتيون وينديون. جيڪڏهن هڪ لفظ عروس (ڪنوار) چوڻ منهنجو عيب آهي تہ گرفت نہ ڪجو. مصريءَ سان گڏ مِٽي ۽ ڪَکُ بہ اُن اگهہ ۾ تُري وينداآهن. پلائي ۽ بُرائي نسبتي آهي تہ جسم عام جي اعتبار سان روح کان گهٽ درجي جي شيءِ آهي، پر بزرگن جي اعتبار سان جسم انهن جي روح وانگر پاڪ ۽ صاف آهي. پاڪ ماڻهن جا افعال جيڪي جسم سان تعلق رکن ٿا اهي بہ بمنزلہ روح جي آهن. عارفن جو دشمن نفسي لذتن جي مٽيءَ ۾ مليو ۽ مجسم مِٽي بنجي ويو، ڪامل شخص محبت جي چاشنيءَ ۾ غرق ٿي ڪري پاڪ ٿي ويو. حضور ﷺ ارشاد فرمايو تہ منهنجو ڀاءُ يوسف عليه السلام صبيح هو ۽ آئون مليح آهيان. ٻي جاءِ تي فرمايائون تہ آئون عرب ۾ سڀني کان فصيح آهيان ان کان سواءِ آئون قريشي آهيان. يعني حضور ﷺ جي جسم ۽ زبان ۾ ملاحت هئي جنهن جي ڪري پاڻ مليح ۽ فصيح ٿيا. حضور ﷺ ارشاد فرمايو تہ عُلماء انبيائن جا وارث آهن يعني حضور ﷺ جي معرفت جي چاشني ۽ ملاحت عالمن ۽ ڪامل عارفن ۾ منتقل ٿي آهي، جيڪي اڄ بہ دنيا ۾ موجود آهن. اهي نبيءَ جا وارث موجود آهن پر اهي ماڻهو جيڪي پنهنجي وجود ۾ روح کي گم ڪري وينا آهن انهن کي احساس نہ آهي. جيستائين انسان پنهنجي هستيءَ کي فنا نٿو ڪري اُن کي دستگيري ڪندو روح ميسر نٿو ٿئي. جيڪڏهن انسان کي پنهنجي اڳيان پويان جو خيال آهي تہ اهو جسماني مونجهارن ۾ گهيريل آهي ۽ روح جي لذتن کان محروم آهي، اهي سڀ حرڪتون جسم جون آهن روح انهن کان پاڪ آهي. حقيقي معرفت حاصل ٿيڻ تي انسان غم ۽ خوشي وغيره جهڙين صفتن کان بي نياز ٿي ويندو آهي. الله جي فيض جو وسڪارو جاري آهي، اهڙي حالت ۾ گهر ۾ ويٺو رهڻ مناسب نہ آهي، ان فيض جو ادراڪ روح جي اک ڪري سگهي ٿي.

**حضرت بي بي عائشہ رضي الله عنها جو پيغمبر ﷺ کان سوال ڪرڻ تہ مينهن وسيو توهان جا بابرڪت ڪپڙا ڪونہ پُسيا ۽ پيغمبر عليه السلام پاران اُن جو جواب**

مصطفیٰ روزے بگورستاں برفت
باجنازہ یارے از یاراں برفت

ترجمو: ”حضور ﷺ جن هڪڙي ڏينهن، دوستن مان هڪ دوست جي جنازي ۾ شرڪت لاءِ قبرستان ۾ ويا.“

مرڻ واري کي دنياوي موت کانپوءِ برزخ واري زندگي نصيب ٿي ويئي. مٽيءَ مان پيدا ٿيڻ وارا مرڻ کانپوءِ مٽيءَ ۾ ويندا. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ ”ڪائنات جي هر شيءِ خدا جي تسبيح ۾ رڌل آهي پر توهان اها تسبيح نٿا سمجهو.“ (١٧:٤٤) بزرگ روميؒ وڻن جي ٽن حالتن کي ٽن پکين سان تشبيهہ ڏني ٿو. وڻ سرءُ جي موسم ۾ ساوڪ ختم ڪري ڪاري ڪانگ وانگر ٿي ويندا آهن پر رطوبت حاصل ڪرڻ ۾ چڻ تہ بدڪ آهن جيڪا پاڻيءَ ۾ ٽُٻي هڻي غذا حاصل ڪندي آهي. بهار جي موسم ۾ گُل نڪرڻ کانپوءِ اهي مور بنجي ويندا آهن. ناستڪ يا دهريا جيڪي وجود باري جا مُنڪر آهن ۽ فلسفي جيڪي خدا کي مانع ۽ مختار نٿا مڃين، اهي چون ٿا تہ ڪائنات قديم آهي، خدا سان اُن جو ڪو تعلق نہ آهي. اها عقيدي جي انڌائي آهي ورنہ ڪامل عارفن جا سينا علوم معرفت سان باغ بهار آهن. انهن جي هوٺن ۽ گلن جي خوشبوءِ جا مُنڪر اهڙي طرح پريشان ٿين ٿا جهڙي طرح چيٽي جو ڪيڙو خوشبوءَ سان يا ڪمزور دماغ وارو ڍُهل جي آواز سان پريشان ٿيندو آهي. مُنڪر عقلي دليلن ۾ پنهنجو پاڻ کي مصروف ڪن ٿا ۽ دليلن جي روشنيءَ کان پنهنجين اکين کي بند ڪن ٿا. حقيقت ۾ انهن کي اکيون ئي نہ آهن، ڪين اکيون هجن ها تہ صحيح ڏسن ها. حضور ﷺ جڏهن جنازي تان واپس موٽيا تڏهن بي بي عائشہ صديقہ رضي الله عنها حضور ﷺ جن جي ڇهري ۽ پٽڪي، جسم ۽ وارن تي هٿ رکيو. تڏهن حضور ﷺ فرمايو تہ تڪڙو تڪڙو ڇا ٿي ڏسين؟ بي بي صاحبہ چيو تہ اڄ مينهن وسيو آهي، مونکي تعجب آهي تہ توهان جا ڪپڙا ڪونہ پُسيا آهن. حضور ﷺ فرمايو تہ مٿي تي ڪهڙي ڪپڙي جي پوتي اٿئي؟ بي بي صاحبہ جواب ڏنو تہ توهان جي چادر پوتي بنائي اٿم. حضور ﷺ فرمايو تہ اي پاڪ دل! خدا تنهنجي پاڪ اک کي اهو غيبي مينهن ڏيکاريو آهي، هن ڪڪر ۽ هن آسمان جو مينهن نہ آهي. ان مينهن جي وسڻ ۾ خدا جي رحمت لِکل آهي. انهن رمزن ۽ اشارن جي باري ۾ سنائي جو هڪ قول ٻڌ، تان تہ تون بہ خزانن کان واقف ٿئين جيڪڏهن باطني اک کوليندين تہ جلد سُرمون حاصل ڪندين.

**حڪيم سنائي جي شعر جو تفسير**

آسمانہا ست در ولایت جاں
کار فرمائے آسمانِ جہاں

روح جي اقليم ۾ آسمان آهن جيڪي دنيا جي آسمان ۾ ڪار فرما آهن.

در رہِ روح پست و بالا ہاست
کوہ ہائے بلند و دریا ہاست

روح جي رستي ۾ لاها چاڙها آهن، وڏا جبل ۽ درياءَ آهن.“

پیر دانا اندریں رمزے کہ گفت
در حقیقت زیں صدف دُرے نُسفت

ترجمو: ”داناءَ بزرگ ان سلسلي ۾ جيڪو اشارو ڪيو حقيقت ۾ ان سپ جو موتي پوتائين.“

عالم غيب جا ڪڪر ۽ پاڻي پيو آهي. آسمان ۽ سج پيو آهي. اهي ڳالهيون خاصان خدا تي ظاهر ٿينديون آهن. حشر جي مُنڪرن جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ جيڪي فرمايو ويو آهي. اهي ئي آيتون بزرگ رومي امورِ غيبيه تي شڪ ڪرڻ وارن جي لاءِ استعمال ڪري ٿو. غيبي بارش ۽ مينهن جا ٻه قسم آهن: هڪ نقصانڪار ٻيو فائديمند. بهار جي بارش باغ لاءِ پلي آهي پر سرءُ جو مينهن باغ لاءِ بخار آهي، اهڙي طرح سيارو، هوا ۽ سج جدا سمجهه ۽ ان اصول کي سمجهه. عالم غيب ۾ ان جا اهڙي طرح قسم آهن. اوليائن جا نفس بهار جو ڪم ڪندا آهن ۽ دلين ۾ سبزي پيدا ڪندا آهن. بزرگن جي نفس سان بدبختن جي بدبختيءَ ۾ اضافو ٿي ويندو آهي. اهو تڏهن ٿيندو آهي جڏهن بدبخت انهن ڪامل عارفن جا منڪر ٿي وڃن ٿا. عارفن جي شفقت اصلاح عوام جو ڪم ڪندي آهي ۽ جيڪي انهن مان مستفيد ٿين انهن سان چڱاوڙ ڪندا آهن، جن جون دليون پٿر ٿي ويون آهن اهي ناقابلِ اصلاح آهن.

**هڪ حديث جي معنيٰ جي بيان ۾**

(اِغْتَنِمُوْا بَرْدَ الرَّابِيْعِ فَاِنَّهُ، يَعْمَلُ بِاَبْدَانِكُمْ كَمَا يَعْمَلُ بِاَشْجَارِكُمْ وَاجْتَنِبُوْا بَرْدِ الْخَرِيْفِ فَاِنَّهُ، يَعْمَلُ بِاَبْدَانِكُمْ كَمَا يَعْمَلُ بِاَشْجَارِكُمْ. ترجمو: ”بهار جي موسم جي سرديءَ کي غنيمت سمجهو، اها توهان جي بدنن تي اهوئي عمل ڪندي جيڪو وڻن تي ڪندي اهي ۽ خريف جي موسم جي سرديءَ کان بچو، اها توهان جو جسمن تي اهوئي عمل ڪندي آهي جيڪو وڻن تي ڪندي آهي.“

قولِ پيغمبر شنو اے جانِ من
دور کن از خويشتن انکارِ وظن

ترجمو: ”اي جان من! پيغمبر ﷺ جي ڳالهه ٻڌ، انڪار ۽ گُمان پاڻ کان پري ڪر.“

جهڙي طرح بهار جي موسم جي برسات سان وڻ سرسبز ۽ شاداب ٿين ٿا اهڙي طرح غيبي فيض سان، روح تازا ٿيندا آهن. اهو وقت غنيمت آهي جنهن ۾ غيبي واردات جو قلب تي نزول ٿئي. سرءُ جي هوا سان انگور ۽ ٻيون شيون تباهه ٿي وينديون آهن. روايت ڪرڻ وارن حديث جي راوين ان کي ظاهري معنيٰ ۾ ورتو، حقيقت ۾ ان جاءِ تي عالم غيب جي باد و بهار ۽ سرءُ مراد آهي. جيڪڏهن اهي غيبي مضمون توکي سمجهه ۾ نٿا اچن ته ڪنهن ڪامل عارف جو دامن پڪڙ، پوءِ توکي سمجهه ۾ اچي ويندا. شيخ ڪامل جي بيعت توکي هوا ۽ حرص کان روڪي ڇڏيندي. مينهن جي ٿڌاڻ ۽ سج جي گرمي سبزه زار پيدا ڪندي آهي، اهڙي طرح ڪامل عارف جون گرم ۽ سرد نصيحتون ايمان جي تازگيءَ جو سبب آهن.

**حضرت عائشه رضي الله عنها جو حضور ﷺ کان پُڇڻ ته مينهن جو راز ڇا هو؟**

پس سوالش کرده صديقه ز صِدق
باخشوع و باادب از جوشِ عشق

ترجمو: ”صديقه رضي الله عنها سچائيءَ سان حضور ﷺ کان سوال ڪيو، محبت جي جوش مان، عاجزي ۽ ادب سان.“

”اي الله جا رسول ﷺ! اڄ جي مينهن جي ڪهڙي حڪمت آهي؟“ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته اها بارش تسڪين لاءِ هئي. جيڪڏهن انسان کي غم کان بلڪل سُڪون نه ملي ته زندگيءَ جي مشغولين ۾ خلل پئجي وڃي.

انسان غم جي مايوسين ۾ پيو هوندو آهي. حرص جي ڪري جيڪا ڪوشش آهي اها ختم ٿي وڃي ۽ دنيا ويران ٿي وڃي. مشهور مقولو آهي ته لَوْلَا الْحُمَقَاءُ لَخَرِبَتِ الدُّنْيَا جيڪڏهن بي وقوف نه هجن ها ته دنيا تباهه ٿي وڃي ها. جيڪڏهن آخرت جو پورو احساس ٿي وڃي ته پوءِ دنيا بي حقيقت نظر اچڻ لڳي، هوشياريءَ جو سج حرص جي برف

ڪي ڳاري ڇڏي ۽ هيءَ دنيا جيڪا ميراڻ ۽ گندگي آهي، هوشياريءَ جو پاڻي اُن کي ڌوئي ڇڏي. عالمِ آخرت مان هن دنيا ۾ معمولي ٽيپو هوندو آهي تان ته ماڻهو غفلت ۾ مبتلا رهي ۽ حرص ۽ حسد جي بنياد تي دنيا جو ڪاروبار ڪندا رهن. جيڪڏهن غفلت وڌي وڃي ته هر انسان سُڪر ۾ مبتلا ٿي وڃي ۽ دنيا مان سُئين ۽ بُرين صفتن جو خاتمو ٿي وڃي. هيءَ ڳالهه پئي هلندي. شروع ڏانهن هل ته سارنگي (چنگ) وڄائڻ واري جو قصو ڇيڙيون.

**چنگ وڄائڻ واري پوڙهي جو باقي رهيل قصو ۽ اُن جو خلاصو:**

مُطربے کزوے جہاں شُد پُر طرب

رُستہ ز آوازش خیالات عجب

ترجمو: "اهو گويو جنهن سان جهان مستيءَ ۾ ٽُٻ هو. اُن جي آواز مان عجيب خيالات پيدا ٿيندا هئا."

ان گويي جو آواز مستي ۽ عجيب خيالات پيدا ڪندو هو. انسانن جون دليون ڌڙڪڻ لڳنديون هيون ۽ مدهوشيءَ جو عالم ڇانئجي ويندو هو. پوءِ پوڙهو ٿيو ۽ ڪمزور ٿيو. پيري ۽ ڪمزوريءَ ۾ هاٿي به پنهنجي ناتواني جي وقت مڇرن ڪان به عاجز ٿي ويندو آهي، اهڙيءَ طرح پيريءَ ۾ اُن گويي جو آواز گڏهه جي آواز جهڙو بدترين بڻجي ويو. مشهور چوڻي آهي ته "هرڪمالے را زوالے". عارف الله جا پيارا آهن اُنهن جي ڳالهه ٻي آهي. ٻي دفعي صور ڦوڪڻ سان مرده زنده ٿي ويندا، عارف جي باطن جي ڪري گهٽا باطن مست آهن. اهي فنا ٿيڻ وارا ضرور آهن پر اسان جو وجود انهن جي وجود سان قائم آهي.

اهو گويو تمام ڪمزور ٿي ويو. انهيءَ لاءِ محتاج هو ۽ چوڻ لڳو ته اي خدا، تو مون کي عمر ۽ مهلت ڏني، مون ستر سال گناهه ڪيا، هاڻي آئون تنهنجو مهمان آهيان. چنگ وڄائڻ وارو الله جي طلب ۾ روانو ٿيو. مديني جي قبرستان ۾ دانهون ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته چنگ گهٽو وڄايم. هڪڙيءَ قبر تي ڪِري پيو، ننڊ اچي ويس. پڇري مان پڪي اُڏامي ويو ۽ مري ويو. سندس روح عالم ارواح جي ميدان ۾ پهتو، اهي سڀ ڳالهيون گويي جي روح ڪيون جن ۾ عالمِ روح جي ڪيفيتن جو ذڪر آهي. حضرت ايوب عليه السلام جڏهن سخت تڪليف ۾ پئجي ويا ته پوءِ ان جي دعا سان خدا هڪ چشمون پيدا ڪيو ۽ حضرت ايوب کي حڪم ڏنو ته هن جو پاڻي پيءُ ۽ ان ۾ وهنج، ائين ڪرڻ سان ٿورن ڏينهن ۾ حضرت ايوب عليه السلام جوسچو جسم ٺيڪ ٿي ويو. هي مثنوي جنهن ۾ عالم ارواح جون ڳالهيون ذڪر ڪيون وڃن پيون، زمين ۽ آسمان جي بيان جو ٿورو ٽڪرو به هن ۾ سمائجي نٿو سگهي. هي جهان جيڪو مون کي ننڊ ۾ نظر آيو ان جي وسعت جي ڪري منهنجا وار ۽ پر ختم ٿي ويا.

**حضرت عمر رضي الله عنه کي ننڊ ۾ غيبي ندا ٿيڻ ته قبرستان ۾ ستل ماڻهوءَ کي بيت المال مان هيترا پيسا ڏيو**

آں زماں حق بر عمرؓ خوابے گماشت

تا کہ خویش از خواب نتوانست داشت

ترجمو: "ان وقت الله تعاليٰ حضرت عمر رضي الله عنه تي ننڊ طاري ڪري ڇڏي، ايستائين جو ننڊ جي ڪري پنهنجو پاڻ کي نه سنڀالي سگهيو"

تعجب ڪيائين ته هيءُ غيبي آواز بي مقصد نه آهي. اهو آواز ڪلمه "ڪن" جو آواز هو جنهن سان سڄي ڪائنات وجود ۾ آئي آهي. جيئن ته اهو الله جو آواز آهي ۽ اهو چپن ڪان پاڪ آهي. ان کي دل ٻڌندي آهي ان لاءِ ڪنن جي ضرورت ناهي. الله سائين فرمايو اَلَسْتَ بِرَبِّكُمْ ط (الاعراف-١٧٢)ڇا آئون اوهان جو رب نه آهيان؟ اهو خدا ازل ۾ روحن کي خطاب ڪري فرمايو، جنهن تي روحن "بَلىٰ" (هائو) چيو. هي عهد الست آهي. ان ڪانپوءِ جوهر ۽ عرض

عدم کان وجود ۾ آيا. جوهر اهو وجود آهي جيڪو خود قائم آهي. جيئن انسان ملائڪ وغيره، عرض پنهنجي وجود ۾ ٻئي جو محتاج هوندو آهي جيئن رنگ وغيره. هي ڪائنات جيتوڻيڪ زبان سان "بليٰ" نٿي چوي، پر ان جو وجود ۾ اچڻ بليٰ چوڻ جي برابر آهي. مون هيءَ ڳالهه ڇئي ته پٿر ۽ ڪاٺيون به روحاني ڪلام کي ٻڌنديون آهن، ان سلسلي ۾ کجيءَ جي ٿُڙ جو قصو ٻڌو.

**پيغمبر صلى الله عليه وسلم جي جُدائيءَ ۾ کجيءَ جي ٿڙ جو روئڻ**

مسجد نبوي صلى الله عليه وسلم ۾ شروع ۾ هڪ کجيءَ جو ٿڙ هو، جنهن تي حضور صلى الله عليه وسلم ٽيڪ ڏيئي خطبو ڏيندا هئا. ان کان پوءِ منبر بنايو ويو، تڏهن حضور صلى الله عليه وسلم جي جدائيءَ تي اهو کجيءَ جو ٿڙ روئڻ لڳو. حضور صلى الله عليه وسلم منبر تان لٿا ته ان کي پيار ڪيائون، تڏهن اهو چُپ ٿيو. ان ڪانپوءِ ان ٿڙ کي مسجد جي اولهندي پاسي واري ديوار ۾ لڳايو ويو.

اُستنِ حنانہ در ہجرِ رسول
نالہ میزد ہمچو اربابِ عقول

ترجمو: "کجيءَ جو ٿڙ رسول صلى الله عليه وسلم جي جدائيءَ ۾ سمجهدارن وانگر روئندو هو."

واعظ جي مجلس ۾ اهڙي طرح رُنو جو پوڙها ۽ جوان حيرت ۾ پئجي ويا ته هيڏو وڏو ٿڙ ڇو ٿو روئي؟ حضور صلى الله عليه وسلم پڇيو تون ڇا چاهين ٿو؟ ٿڙ جواب ڏنو ته آئون توهان جي جُدائيءَ ۾ سڙي ويو آهيان. رت روئان ٿو، توهان مون کان پري ٿي ويا آهيو. منبر تي وڃي ويٺا آهيو. حضور صلى الله عليه وسلم فرمايو ته جيڪڏهن تون چاهين ته توکي کجي بنايون، مشرق ۽ مغرب جا ماڻهو تنهنجو ميوو چونڊين يا هُن جهان ۾ الله توکي سَروَ بنائي. ٿڙ چيو ته مون کي دائمي حياتي گهرجي. ڪاٺيءَ حياتِ ابدي جي خواهش ڪئي. انسان کي ان کان گهٽ سمجهدار نہ هجڻ گهرجي. پوءِ ان ٿڙ کي زمين ۾ دفن ڪيو ويو. انسانن وانگر قيامت ۾ اُٿاريو ويندو. ٿڙ کي دفن ڪرڻ ۾ هن ڳالهه ڏانهن اشارو آهي تہ جيڪو خدا جو ٿيو اهو دنيا جي ڌنڌي کان واندو ٿي ويو.

اهو شخص جنهن کي اسرارن جي بخشش نہ هجي اهو بي جان جي روئڻ جي تصديق ڪيئن ڪندو؟ پر ڳالهه هيءَ آهي تہ جيڪڏهن دين جي سيني مسئلن جو مدار عقلي دليلن تي هجي ها تہ فخر الدين رازي دين جو سڀ کان وڏو رازدان هجي ها. شيطان دل ۾ وسوسا پيدا ڪندو آهي. انڌي کي نہ پوکڻ اچي نہ لُڻڻ ڄاڻي ۽ نہ وري تعمير ۽ تجارت ڪري سگهي. جيئن انڌو پنهنجيون ضرورتون پوريون ڪرڻ ۾ ٻين جو محتاج آهي، اهڙي طرح عوام شيخ ڪامل جي رهبريءَ جا محتاج آهن. جيڪڏهن بزرگن جو توجہ نہ هجي تہ محض استدلال سان علومِ معرفت حاصل نٿا ٿي سگهن. الله تعاليٰ انهن فلسفين کي قوتِ استدلال هن ڪري ڏني هئي تہ اهي انبيائن کي سُچاڻن پر اُنهن اُبتو ڪم ڪيو ۽ انهن الٽو دليلن سان انڪار جو ڪم وٺڻ شروع ڪيو. جڏهن دليل مقصد جي خلاف استعمال ٿين تہ انهن دليلن کي ڇڏي ڇڏڻ گهرجي. حضرت آدم عليه السلام جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ آهي تہ فَعَصٰى آدَمُ رَبَّه، فَغَوىٰ پوءِ آدم عليه السلام پنهنجي رب جي نافرماني ڪئي تہ ٿڙي ويو. مُعجزات جي ذريعي دين جي غلبي جو اظهار ٿئي ٿو. الاهيات جا بحث خالي عقلي دليلن سان طئي نٿا ٿي سگهن، هر صورت ۾ وحي تي اعتماد ڪرڻ ضروري آهي. علومِ اُخروي جو ادراڪ عام عقلن کان بالاتر آهي، انهن جو ادراڪ ڪشف ۽ ذوق سان ٿيندو آهي. بزرگ روميءَ جي دور ۾ مُلحد پنهنجو پاڻ کي ظاهر نہ ڪندا هئا پر صوفين جي لباس ۾ لڪل هوندا هئا. فلسفي چون ٿا تہ جمادات ۾ شعور نہ آهي، اهي ڪيئن ٻئي جو حڪم مڃيندا. انهن فلسفين جا هٿ ۽ پير خود انهن جي خلاف شاهدي ڏين ٿا. انهن ۾ بہ شعور نہ آهي پر روح جو حڪم مڃين ٿا.

**پٿرين جو ابوجهل جي هٿ ۾ ڳالهائي، حضور ﷺ جي معجزي ۽ رسالت جي شاهدي ڏيڻ:**

هن معجزي جو تذڪرو حديث جي معتبر ڪتابن ۾ نہ آهي. بزرگ رومي رحمة الله عليه جي منشاء هيءَ آهي تہ ندا ۽ غيبي آواز ڪي جهڙي طرح نباتات ٻڌن ٿا، جنهن ڪي ڪجيءَ جي ٿڙ واري واقعي ثابت ڪيو آهي اهڙيءَ طرح جمادات بہ ٻڌن ٿا.

سنگها اندر کفِ بوجهل بُود
گفت اے احمدؐ بگو ایں چیست زود

ترجمو: ”پٿريون ابوجهل جي هٿ ۾ هيون، چيائين: اي احمد ﷺ جلدي ٻڌاءِ تہ هٿ ۾ ڇا آهي؟“

اسلامي دور کان اڳ ۾ ابوجهل کي ابوالحڪم چيو ويندو هو. حضور ﷺ جي دُشمنيءَ ۾ انتهائي حماقتون ڪيائين، انهيءَ ڪري اسلامي دور ۾ اُن کي ابوجهل چيو ويو. مطلب تہ ابوجهل حضور ﷺ جن کي چيو: جڏهن توهان آسماني راز ٻڌايو ٿا تہ هيءَ معمولي شيءِ آهي اها ضرور ٻڌائڻ گهرجي. حضور ﷺ فرمايو تہ آئون ٻڌايان تہ تنهنجي مُٺ ۾ ڇا آهي يا جيڪا شيءِ مُٺِ ۾ آهي اها ٻڌائي تہ آئون ڇا آهيان؟ ابوجهل چيو تہ اها خود شيءِ ٻڌائي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ٺيڪ آهي. مُٺ ۾ پٿرين فوراً شهادت جو ڪلمو پڙهڻ شروع ڪيو. اهي پٿريون ڇهہ هيون. ابوجهل ڪاوڙ مان پٿريون زمين تي اُڇلايون. مطلب تہ پٿرين خدا جي وحدانيت جي شاهدي ڏني. پوءِ حضور ﷺ جي رسالت جي شاهدي ڏنائون، ابوجهل اندر ۾ سڙي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ تون وڏو جادوگر آهين. شيطان بہ حضرت آدم عليه السلام جي پُتلي کي مِٽي پانيو، باطني وصفن کي نہ ڏٺائين.

**چنگ وڄائڻ واري پوڙهي شخص جو رهيل قصو ۽ اُن کي پيغام پهچائڻ:**

بانگ آمد مر عمرؓ راکای عمرؓ
بندۂ مارا از حاجت باز خر

ترجمو: ”عمر رضي الله عنه کي آواز آيو تہ اي عمر رضي الله عنه! اسان جي هڪ ٻانهي کي ضرورت کان ڇوٽڪارو ڏيار.“

اي عمر رضي الله عنه اُٺ بيت المال مان چنگ وڄائڻ واري کي ست سؤ دينار ڏي، اهو ان جو انعام آهي. حضرت عمر رضي الله عنه همياٽي بغل ۾ ڪنئي ۽ قبرستان ڏانهن ويو. اُتي پوڙهي کان سواءِ ڪوبہ نہ هو. تڏهن سمجهيائين تہ اهو لِڪل بزرگ آهي. ٻيو دفعو بہ چڪر ڏنائين، پوءِ چيائين تہ گهڻا روشن دل اونده ۾ هوندا آهن. پوءِ ادب سان چنگ واري وٽ اچي ويٺو. حضرت عمر رضي الله عنه کي ڇڪ آئي تہ اهو پوڙهو اُٿي پيو. حضرت عمر رضي الله عنه کي ڏسي حيران ٿيو ۽ ڏڪڻ لڳو. وڃڻ جو ارادو ڪيائين. چنگ نواز احتساب جي ڪري ڊنو هو. اسلامي دور ۾ هڪ شخص مقرر ڪيو ويندو هو جيڪو ماڻهن جي نگراني ڪندو هو ۽ بدڪارن کي سزا ڏيندو هو. حضرت عمر رضي الله عنه فرمايو تہ ڊڄ نہ، آئون الله جي طرفان تنهنجي لاءِ خوشخبري کڻي آيو آهيان. ويهہ تہ توکي راز ٻڌايان. الله توکي سلام چيا آهن ۽ هيءُ چنگ وڄائڻ جو انعام ڏنو آهي. هي رقم خرچ ڪر، ضرورت پوي تہ وري هتي اچج. پوڙهو شرمندو ٿي ويو، روئڻ لڳو ۽ هٿ ڏڪڻ لڳس. چنگ کي پيڇي ڇڏيائين ۽ چوڻ لڳو تہ ستر سال مون ظلم ڪيو آهي. اي خدا! تون ڏيڻ وارو وفادار آهين.

خدا جيڪا عمر عطا ڪئي آهي اُن جي هڪ ڏينهن جي قيمت جو ڪو اندازو نٿو ڪري سگهي ۽ انسان ان کي ضايع ڪري ڇڏيندو آهي، جيئن مون پنهنجي عمر موسيقيءَ ۾ ضايع ڪري ڇڏي ۽ موت جي ڪڙاڻ کي وساري ڇڏيم. مون پنهنجو پاڻ تي ظُلم ڪيو آهي. اي خدا آئون توکان ان جي معافي گهران ٿو. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ گناهہ ۽ ڪفر سان خود انسان پنهنجو پاڻ تي ظلم ڪري ٿو. ٻي جاءِ تي قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ ”اسين

انسان کي اُن جي شہ رگ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون." صوفين وٽ تجدد امثال آهي يعني انسان جو هر گهڙيءَ ۾ هڪ وجود فنا ٿئي ٿو ۽ الله جي طرفان اُن گهڙيءَ ۾ اُن جهڙو ٻيو وجود عطا ٿيندو آهي. جڏهن پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪندين تڏهن ديدار ميسر ٿيندو. جڏهن انسان پنهنجي گناهن جو احساس ڪري روئندو آهي تڏهن اُن جي نظر پاڻ ڏانهن هوندي آهي. ڇاڪاڻ تہ اهو هستيءَ جو مقام آهي جنهن ۾ پنهنجي وجود جو ڌيان رهندو آهي ۽ استغراق جي مقام ۾ انسان پاڻ کان ۽ ماسويٰ الله جي وجود کان غافل ٿي ڪري فقط بحرِ وحدت ۾ غرق ٿي ويندو آهي. اهو پوڙهو اهڙي طرح روئي ۽ پنهنجا سالن جا گناهہ ڳڻي رهيو هو.

**حضرت عمر رضي الله عنه جو کيس مقام گريہ کان مقامِ استغراق ڏانهن ڦيرڻ:**

پس عمر گفتش کہ ایں زاریٔ تو
ہست ہم آثارِ ہُشیاریٔ تو

ترجمو: "پوءِ حضرت عمر رضي الله عنه کيس فرمايو تہ اهو تنهنجو روئڻ بہ تنهنجي هوش جي علامت آهي."

پوءِ حضرت عمر رضي الله عنه اُن کي مقام هستي کان هٽائي مقامِ استغراق ۾ پُهچايو. گذريل واقعن جي يادگيري خودي آهي، گذريل ۽ ايندڙ وقت جو فڪر خدا کان حجاب آهي. بزرگ گذريل ۽ ايندڙ جي ياد کي بانسريءَ جي ڳنڍين سان تعبير ڪري ٿو، جيڪي حجاب آهن. جڏهن بانسريءَ جون ڳنڍيون صاف ڪيون وينديون آهن تڏهن اها وڄائڻ واري جي همراز بنجي ويندي آهي. خوديءَ سان ڪعبي جو طواف ڪرڻ بہ شِرڪ آهي. جيڪو پنهنجي ماضي ۽ مستقبل جي فڪر ۾ آهي اهو واقعا رونما ڪرڻ واري کان غافل آهي. اهڙي شخص جي پنهنجي واقعن کان توبہ گناهہ کان بدتر آهي. فنا جي مقام ۾ انسان سڀ ڪجهہ فراموش ڪري ڇڏيندو آهي. جنهن ۾ خودي باقي آهي ۽ ان حالت ۾ توبہ ڪري ٿو اُن کي اهڙي توبہ کان توبہ ڪرڻ گهرجي. بزرگ رومي رحمه الله گوَيي کي خطاب ڪري چوي ٿو تہ تون ڪڏهن نغمي ۽ ڳائڻ ۾ مشغول هئين، هاڻي گريہ ۽ زاريءَ جي خوديءَ ۾ مشغول آهين. جيئن تہ حضرت عمر رضي الله عنه جي رخ انور مان اسرارِ الاهي نمايان هئا ۽ انهن کي ڏسي پوڙهي جو روح بيدار ٿي ويو هو. هاڻي اهو مجسم روح هو. روح گريہ (روئڻ) ۽ کِلڻ کان منزہ ۽ پاڪ آهي. هاڻي پوڙهي جو روحِ حيواني فنا ٿي چڪو هو ۽ اُن کي مجرد روح حاصل ٿي ويو هو. اُن جي جستجو ۽ ڳولا ڪسبي ڪونہ هئي پر انجذابي هئي جنهن جي ڪيفيت واضح نٿي ڪري سگهجي. جيڪي ڪجهہ ذاتِ باري تعاليٰ جي متعلق چيو ويو آهي غيب جي بناء تي چيو ويو آهي. جيڪا پوڙهي کي عشرت (خوشي) حاصل ٿي ان لاءِ لکين جانيون قربان ڪرڻ گهرجن. سج پنهنجي روشني هر وقت ٻين تي نڇاور ڪندو آهي ۽ سج کي عالمِ غيب مان روشني ملندي رهندي آهي. درياء جي سطح جيڪا توهان کي نظر اچي رهي آهي، هر گهڙي اُن مان سامهون ڏسڻ ۾ اچڻ وارو پاڻي گذرندو رهندو آهي ۽ نئون پاڻي اُن جي جاءِ وٺندو آهي. اهو ئي حال صوفين وٽ انساني روح جو آهي. "جسم جي دنيا مان نڪري وڃ!" اهو غيبي آواز انسان کي ايندو رهندو آهي. عارف پراڻي دنيا کي نئين بنائي ڇڏيندو آهي.

**ٻن ملائڪن جو خرچ ڪرڻ واري لاءِ برڪت ۽ بخيل لاءِ هلاڪت جي دعا گهرڻ ۽ هي بہ تہ الله جي رستي ۾ خرچيندڙ ئي مجاهد آهي**

گفت پیغمبر کہ دائم بہر پند
دو فرشتہ خوش مُنادی می کنند

ترجمو: "پيغمبر صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ نصيحت جي لاءِ هميشہ ٻہ ملائڪ عمدي دعا ڪندا آهن."

اَللّٰهُمَّ اَعْطِ كُلَّ مُنْفِقٍ خَلَفًا وَكُلَّ مُمْسِكٍ تَلَفًا ”اي الله هر خرچ ڪرڻ واري کي سٺو بدلو ڏي ۽ هر بخيل کي تباهي عطا فرماءِ..!..

اها دعا هيءَ آهي تہ اي خدا دنيا ۾ بخيلن کي تون محروم ڪر ۽ سخين کي نواز. موقعي تي خرچ ڪرڻ وارو ۽ اجائي خرچ نہ ڪرڻ وارو بهتر هوندو آهي. مسلمان کي تہ ايثار ڪرڻ گهرجي. ايثار جو مطلب آهي تہ ڪنهن فائدي جي معاملي ۾ پاڻ تي ٻين کي ترجيح ڏيڻ گهرجي، باقي فضول خرچي باعثِ حسرت ۽ افسوس بڻجندي.

**عرب سردارن طرفان قبوليت جي اميد تي قرباني ڪرڻ**

سروران مکه در حرب رسول
بودشاں قرباں باميد قبول

ترجمو: ”رسول الله ﷺ سان جنگ ۾ مڪي جي سردارن جي قرباني قبوليت جي اميد تي هئي.“

مومن خرچ جي مصرف ۾ الله کان ڊڄندو آهي. سخيءَ جو ڪم الله تعاليٰ جي دربار ۾ مال، دولت ۽ عاشق جو ڪم جان پيش ڪرڻ آهي. ماني خيرات ڪرڻ سان رزق جي ڪشادگي ٿيندي، جان قربان ڪرڻ سان ابدي زندگي ملندي. وڻ پن ڇاڻيندو آهي تہ الله تعاليٰ اُن کي ٻيا پن ڏيندو آهي. توهان جان قربان ڪندؤ تہ الله تعاليٰ ابدي زندگي عطا فرمائيندو. الله جي راهہ ۾ جيڪڏهن مال خرچ ٿيندو تہ الله جو فضل ڪڏهن بہ ذليل ٿيڻ ڪونہ ڏيندو. خدا جي راهہ ۾ ڏيڻ ائين آهي جيئن ٻج پوکڻ آهي. في الحال تہ اُن سان ڍڳ ۾ ڪمي ايندي پر انجام ۾ وڏيڪ حاصل ٿيندو، جيڪڏهن ڪو، نہ پوکيندو ۽ اناج رکيو ويٺو هوندو تہ اناج وڌڻ جي بجاءِ گهٽ ٿيندو ويندو. عارضي زندگي جي بجاءِ ابدي حياتي حاصل ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن تون هِن آستاني تان نٿو وڃين تہ هيءُ قصو بہ ٻڌي وٺ.

**ان خليفي جو قصو جيڪو سخاوت ۾ حاتم طائي کان بہ وڌيڪ هو:**

حاتم بنو طئي قبيلي جي مشهور سخي سردار جو نالو آهي جيڪو حضورﷺ جي زماني کان اڳ ۾ وفات ڪري ويو هو. حاتم جو پٽ صاحبزادو عدي رضي الله عنه مسلمان ٿيو هو.

يک خليفه بود در ايام پيش
کرده حاتم را گدائے جودِ خويش

ترجمو: ”آڳاٽي زماني ۾ هڪ خليفو هو جنهن حاتم کي بہ پنهنجي بخشش جو فقير بنايو هو.“

هُن سمنڊ جا موتي ۽ ڪاٽين جي سچي چاندي ۽ سون خرچ ڪري ڇڏيو هو. سمنڊ موتين کان ۽ ڪاٽيون سون چانديءَ کان خالي ٿي ويون هيون. هن جي سخاوت عرب ۽ عجم، روم ۽ ترڪ ۾ مشهور هئي. اهو آبِ حيات ۽ ڪرم جو درياءُ هو، ان جهڙي هاڪاري بادشاهہ جي زماني جو هاڻي هڪ قصو ٻڌ.

**هڪ بدوي فقير جو قصو ۽ سندس زال جو فقر فاقي جي باري ۾ ساڻس جهڳڙو ڪرڻ:**

يک شب اعرابي زني مر شوئے را
گفت و از حد برد گفت و گوئے را

ترجمو: ”هڪ رات بدوي عورت مڙس سان جهيڙيو ۽ گفتگوءَ ۾ حدون اورانگهي ويئي.“

اسان جيڪي آسمان ڏانهن دعا جي لاءِ هٿ کنيا آهن ڄڻ تہ چنڊ کي مانيءَ جو ٽڪرو سمجهي رهيا آهيون. اسين ايتري قدر مفلس ۽ غريب آهيون جو اسان جي ان مسڪينيءَ کان فقير بہ شرمائجي وڃن ٿا. مانيءَ جي فڪر ۾ اسان

جو ڏينهن به اونداهي رات آهي. اسان کان پنهنجا ۽ پرايا ونءُ ٿا وڃن جيئن سامريءَ کان ڀڄندا هئا. سامري اهو شخص آهي جنهن حضرت موسيٰ عليه السلام جي عدم موجودگيءَ ۾ بني اسرائيل کي گابي جي پوڄا ۾ لڳايو هو، پوءِ حضرت موسيٰ عليه السلام جي اُن کي بددعا لڳي ۽ اُن جو حال اهڙو ٿي ويو جو جيڪڏهن ڪو اُن کي ڇُهندو هو ته ٻنهين کي بخار ٿي ويندو هو. انهيءَ ڪري سامري ماڻهن کان لِڪندو ۽ ڀڄندو هو. جيڪڏهن ڪو اسان وٽ مهمان اچي ته پنهنجي اصليت ڏيکاري اُن کان روزي حاصل ڪريون. اسين ذلت ۽ مسڪينيءَ ۾ مبتلا آهيون، جيڪڏهن ڪو مهمان تحقيق کان سواءِ اچي وڃي، سمجهو ته اسين مهمان جا جوتا وِڪڻي ڪائينداسون.

**ضرورت مند طالبن جو دوکو ڪائڻ ۽ ڪامل عارف کي نه سڃاڻڻ:**

بہر ایں گفتند دانایاں بفن

میہمانِ محسناں باید شدن

ترجمو: ”انهيءَ ڪري فن جي قدردانن چيو آهي ته محسنن جو مهمان ٿيڻ گهرجي.“

تون اهڙي شخص جو مهمان ۽ طالب آهين جيڪو تنهنجي ڪمائي ڪميٽپ سان وصول ڪري ٿو. جنهن جي باطن ۾ نور نه آهي تون اُن کان ڪيئن روشني حاصل ڪندين. افلاس ۽ تڪليف ۾ اسان جو هيءُ حال آهي جو ڪو مهمان اسان کان ڌوڪو نه ڪائي. تو ڌڪار نه ڏٺو هجي ته اسان کي ڏس. اسان جو ظاهر ڪوڙي مدعي جي باطن وانگر آهي. شيطان به حضرت آدم عليه السلام کي پنهنجي اصلِ صورت ڪونه ڏيکاري هئي. شيطان ڳالهين ۾ حضرت بايزيد بسطامي (مشهور بزرگ) جا به عيب ڪيندو آهي پر اُن جي باطن کان يزيد کي به شرم ايندو آهي. ڪافي وقت گهرجي جو انسان کي راز ۽ ڪمي پيشي معلوم ٿئي. جسم جي ديوار جي هيٺان معارفِ الاهيه جو خزانو آهي يا ماڪوڙين ۽ نانگن جا سوراخ آهن. جڏهن معلوم ٿيو ته اهو ڪجھ ڪونه هو ته طالب جي عمر گذري ويئي، هاڻي معلوم ٿيڻ مان ڪهڙو فائدو؟

**نوڳي پير جو مقام**

لیک نادر طالبِ آید کز فروغ

درحقِ او نافع آید آں دروغ

ترجمو: ”ناممڪن آهي ته روشنيءَ جي ڪري طالب لاءِ ڪوڙ مفيد ٿي وڃي.“

مريد پير کي مجسم روح سمجهندو آهي پر اهو پير نسورو جسم هوندو آهي. پوءِ ان مريد جي لاءِ اهڙا احوال رونما ٿيندا آهن جيڪي سندس ناچيز پير خواب ۾ به ڪونه ڏٺا هوندا. قبلي معلوم نه هجڻ جي صورت ۾ جيڪڏهن اندازي سان نماز پڙهيائين ۽ ان جو منهن قبلي طرف نه هو، تڏهن به نماز درست ٿي ويندي. بناوٽي پير وانگر اسان کي پنهنجي مسڪيني لِڪائڻ جي ضرورت نه آهي ۽ ڪوڙي عزت جي لاءِ جان جوکي ۾ وجهڻ نه گهرجي.

**بدويءَ جو پنهنجي عورت کي صبر جو حڪم ڏيڻ ۽ صبر جي فضيلت بيان ڪرڻ:**

شوئے گفتش چند جوئی دخل وکشت

خود چہ ماند از عمر افزوں تر گذشت

ترجمو: ”مُڙس کيس چيو ته آمدني ۽ پيداوار جي ڪيستائين گفتگو ڪندينءَ، زندگي ڪيتري وڃي رهي آهي، گهٽي ته گذري ويئي!“

دنيا ۾ نہ راحت کي بقا آهي ۽ نہ رنج کي! ڪيترا جانور عيش ۽ آرام جي زندگي بسر ڪري رهيا آهن. ڳيريءَ وٽ رات گذارڻ لاءِ گهر نہ آهي پر وڻ تي الله جو شڪر ادا ڪندي آهي. بلبل خدا تي ڀروسو رکيو تعريف ۾ لڳي پيئي آهي. باز جي اصل خوراڪ مُردن جون هڏيون آهي پر باز بادشاهہ جي دعوت تي اُن جي هٿ تي ويٺو آهي. مڇر ڪان وٺي هاٿيءَ تائين سڀ الله جو ڪٽنب آهن. اهي غم انسان جي موهوم هستيءَ جا اثرات ۽ وسوسا آهن. رنج ۽ غم موت جا اجزاءَ آهن ۽ موت ڪان ڀڄڻ نہ آهي. قيد حيات ۽ بند غم اصل ۾ ٻئي هڪ آهن. موت ڪان پهريان انسان غم ڪان نجات ڇو نٿو حاصل ڪري. جيڪو مصيبتن برداشت ڪرڻ جو عادي نہ آهي، موت جي وقت اُن کي وڏي تڪليف جو مقابلو ڪرڻو پوندو آهي. ٿلهي ٻڪريءَ کي موت جلد ايندو آهي.

زال مڙس جي بحث ۾ رات گذري ويئي. مُڙس زال کي چيو: اڳي تون صابر هئين هاڻي تون زر جي طلبگار آهين. اڳي خود زر هئين، مطلب تہ استغناء جي ڪري تون خود بمنزلہ سون جي هئين، هاڻي تون اٻتي وٽيل رسيءَ وانگر ٿي وئي آهين. جنهن رسيءَ کي اُبتو وٽ ۽ ور ڏنو وڃي، هٿ ڪيڻ ڪانپوءِ اُن جا ابتا ور ۽ وٽ ڪلي ويندا آهن. تون منهنجو جوڙو آهين. شينهن ۽ ٻگهڙ جو جوڙو ڪونہ ٺهبو آهي آئون جرات سان قناعت طرف وڃان پيو، تون برائي ڏانهن ڇو وڃي رهي آهين. صابر مرد خلوص ۽ دل سوزيءَ سان سچ نڪرڻ تائين اهڙي طرح زال کي چوندو رهيو.

### زال جو مڙس کي ڪوڙي ٻناڪ هٽڻ ڪان منع ڪرڻ

زال جي مڙس کي نصيحت تہ پنهنجي طاقت ۽ مقام ڪان وڌي ڪري ڳالهہ نہ ڪر! قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ لِمَ تَقُوْلُوْنَ مَالَا تَفْعَلُوْنَ "جيڪو توهان نٿا ڪريو اهو ڇاجي لاءِ چئو ٿا" انهيءَ ڪري اهي ڳالهيون جيتوڻيڪ سچيون آهن پر توکي توڪل جو مقام حاصل نہ آهي ۽ اها ڳالهہ مقام ۽ معاملي ڪان وڌي ڪري ڪرڻ تنهنجي نقصان جو سبب آهي ۽ الله وٽ ڪَبُرَ مقتاً عند الله جو مصداق ٿيندي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ كَبُرَ مَقْتًا عِنْدَ اللّٰهِ اَنْ تَقُوْلُوْا مَالَا تَفْعَلُوْنَ (الله وٽ هيءَ ڳالهہ وڏي عذاب جو سبب آهي جو توهان اها ڳالهہ چئو جيڪا ڪريو نٿا).

*زن بروزد بانگ کاے ناموس کیش*
*من فسونِ تو نخواہم خورد بیش*

ترجمو: "عورت اُن تي دانهون ڪيون تہ اي عزت جا شيدائي! هاڻي آئون وڌيڪ تنهنجي دوکي ۾ نہ اينديس."

مسڪيني ۽ محتاجي ۽ ساڳئي وقت غرور اهڙو آهي جڻ سياري جي سيءَ ۾ برفباري هجي، جنهن سان ڪپڙا بہ آلا ٿين ۽ پسن. پوءِ تہ مصيبت مٿان مصيبت آهي. تو ڪڏهن قناعت سان پنهنجو روح روشن ڪيو آهي ۽ قناعت جو نالو سکيو آهي؟ حديث شريف ۾ آهي تہ اَلْقَنَاعَةُ كَنْزٌ لَايَنْفَدُ قناعت اهڙو خزانو آهي جيڪو ڪڏهن ختم نٿو ٿئي. قناعت "گنج روان" آهي. قارون جي خزانن مان هڪڙي خزاني جو نالو گنج روان آهي.

تون مونکي زال نہ چئو ۽ مڙس هجڻ جو اظهار نہ ڪر. ٻن ڪبوترن جو گڏجي ڪري پرواز ڪرڻ جوڙي جي نشاني آهي. آئون انصاف جي بنياد تي زال آهيان، مڪاريءَ واري بنياد تي نہ آهيان. تون سردارن ۽ بادشاهن سان همسري ڇا جي لاءِ ڪرين ٿو. اُڏامندڙ مک وارا نشتر لڳائين ٿو. تو پنهنجي عقل کي مون ڪان وڌيڪ سمجهيو ۽ جوڙي جي لاءِ مون کي ڇو پسند ڪيو. تون عقل جي ذريعي ماڻهن کي ڦاسائين ٿو، تون ماڻهن کي تباهہ ڪرين ٿو، نانگ آهين. ماڻهن کي ڦاسائين ٿو، تون جوڳي آهين. جوڳي جيڪڏهن نانگ تي منتر پڙهي ٿو تہ نانگ بہ ان تي منتر پڙهندو آهي. جوڳي نانگ جهلڻ جي شوق ۾ مبتلا آهي. نانگ جيڪو منتر پڙهيو آهي اهو جوڳيءَ لاءِ ڇار آهي. نانگ جوڳيءَ کي چوندو آهي تہ تون الله جو واسطو ڏيئي مون کي ڦاسائيندو آهين. منتر ۾ الله جا نالا استعمال ٿيندا آهن. پوءِ نانگ جو تماشو ڏسڻ وارن وٽ مون کي پيش ڪندو آهين. جوڳي الله جي نالن جو غلط استعمال

ڪري نانگ ڪي قيد ڪيو آهي. نانگ چوندو: الله جو نالو مونکي توڪان انصاف ڏياريندو، مون الله جي نالي تي پنهنجي جان تنهنجي حوالي ڪئي آهي. الله تعاليٰ منهنجي زخمن جي بدلي تنهنجي ساهه جي رڳ ڪٽي يا توکي ائين قيد ڪري جيئن جوڳيءَ نانگ کي قيد ڪيو آهي. عورت اهڙي قسم جون سخت ڳالهيون مُڙس کي ٻُڌائيندي رهي.

**مرد جي عورت کي نصيحت ته فقيرن کي مهڻا نه ڏي!**

*مرد چوں ایں طعنہ ہا از زن شنفت*
*متمع شد بعد ازیں بیں تا چہ گفت*

ترجمو: ”مرد جڏهن عورت جا اهي طعنا ٻُڌا ۽ ٻڌندو رهيو، ان ڪانپوءِ ڏسي ڪري ڇا چيائين؟“

چيائين: مالدارن کي حشر ۾ غم برداشت ڪرڻ پوندا ۽ مسڪيني باعثِ فخر آهي. مال ائين آهي جيئن گنجي لاءِ ٽوپي، پر جنهن جا سُنا وار هُجن اهو ٽوپيءَ کان سواءِ به سُنو لڳندو آهي. لالچي واپاري عيب لِڪائيندا آهن. فقير جيڪڏهن خالص سون جهڙي ڳالهه ڪندو ته اُن جو سامان دڪان ۾ راهه ياب ڪونه ٿيندو. درويشي جو معاملو تنهنجي سمجهه کان مٿي آهي، انهيءَ ڪري تون درويش کي ذِلت سان نه ڏس، اهي ا· جا پيارا آهن. جيڪو خدا جي باري ۾ هيءَ خيال ڪري ته غنا (شاهوڪاري) باعثِ رحمت ۽ فقر باعثِ عذاب آهي،. ان کي خدا برباد ڪري. حديث شريف ۾ آهي ته اَلْفَقْرُ فَخْرِیْ فقر منهنجو فخر آهي. ان ۾ لڪين ناز ۽ عزتون پوشيده آهن. تو مون کي ڪاوڙ ۾ جوڳي چيو. آئون نانگ جهليندو آهيان ته اُن جا ڏند ڪڍي ڇڏيندو آهيان. ڏندن جي ڪري نانگ کي ماريو ويندو آهي. آئون دشمن کي عِلم جي ذريعي دوست بنايان ٿو. مون دل مان لالچ کي ڪڍي ڇڏيو آهي. تون زيتون جي وڻ هيٺان ائين ڏسين ٿي. ان تان لهي اچ، تان ته اهو گمان نه رهي. بزرگ روميءَ چوٿين دفتر ۾ هڪڙو قصو نقل ڪيو آهي ته هڪ بدڪار عورت پنهنجي مُڙس سان هيءُ فريب ۽ ڌوڪو ڪيو جو اُن کي باغ ۾ وٺي ويئي. مرد کي چيائين ته تون هيٺ ويهه، آئون مٿان کان زيتون پٽي توکي ڏينديس. مڙس هيٺ ويٺو ۽ زال مٿان زيتون ڏيڻ لڳي. ٿوري دير ڪانپوءِ شور ڪرڻ لڳي ته تون بدفعلي ڪرائي رهيو آهين. مرد حيران ٿيو ۽ انڪار ڪيائين. تڏهن چوڻ لڳي ته تون مٿي چڙهي زيتون پٽ ۽ مونکي ڏي. ايئن چئي زال پاڻ هيٺ لهي آئي. جڏهن مڙس زيتون پٽي ڏيئي رهيو هو تڏهن زال هڪڙي يار کي سڏيو ۽ اُن سان زنا ۾ مصروف ٿي ويئي. مڙس مٿان رڙيون ڪيون ته هيءَ ڪهڙي حرڪت آهي؟ تڏهن چوڻ لڳي ته ڪجهه ڪونهي. ها، اهو ان وڻ جو اثر آهي جو ان تان هيٺيون ماڻهو بدفعلي ڪرائيندي نظر ايندو آهي. بزرگ ان قصي ڏانهن هتي اشارو ڪيو آهي. جنهن شخص جو مٿو ڦِرندو آهي اُن کي هر شيءِ ڦِرندي نظر ايندي آهي.

**هين کي پاڻ جهڙو سمجهڻ جي غلط فهمي**

*دید احمدؐ را ابو جهل و بگفت*
*زشت نقش کز بنی هاشم شگفت*

ترجمو: ”ابوجهل احمد (ﷺ) کي ڏٺو ۽ چيائين ته تون بدصورت آهين جيڪو بني هاشم ۾ پيدا ٿيو آهين.“

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته تون سچو آهين، جيتوڻيڪ بڪواس ڪندڙ آهين. حضرت صديق رضي الله عنه ڏٺو ۽ چيائين ته اي حضورﷺ! توهان صرف مشرق ۽ مغرب وارن جي لاءِ ئي نه آهيو پر توهان رحمة للعالمين آهيو. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو ته تو سچ چيو آهي. مجلس ۾ حاضر ماڻهن چيو ته توهان ٻن متضاد ڳالهين ڪرڻ وارن کي سچو ڪيئن ٿا چئو؟ پاڻ فرمايائون ته آئون آئينو آهيان جنهن ۾ سڀڪو پنهنجي تصوير ڏسي ٿو. جهڙي اُن شخص جي

تصوير آهي اهو مون کي بہ اهڙو ڏسي ٿو.

مرد زال کي چيو: تون مون کي لالچي سمجهين ٿي. اهي زنانيون ڳالهيون ڇڏي بہ ڏينهن فقر آزمائي ڏس ڇاڪاڻ تہ فقر ۾ خداداد عزت آهي، ترش روئي نہ ڪر، ٿوري تي صبر ڪر. معرفت جا اسرار ڪامل عارف تي اُن وقت وارد ٿيندا آهن جڏهن ڪو طالب صادق هجي. عارف جي طبيعت حاضر نہ بہ هجي تہ بہ واردات شروع ٿي ويندا. جيڪو شخص اسرار معرفت کي ٻڌڻ جي صلاحيت نٿو رکي اهو زالن وانگر پردي ۾ لڪي ويندو آهي. خدا جا اسرار، معرفت جا صاحب ئي سمجهن ٿا. هيٺ رهڻ وارو انسان مٿي واري جو مخالف هوندو آهي. سپ ۾ لڪل موتي جيڪو نهايت آبدار هوندو آهي، جيڪڏهن تنهنجو اُن ۾ حصو نہ هجي تہ آئون ڇا ڪريان؟! زال چيو تہ جنگ و جدل تہ درڪنار صلح جي بہ منهنجي دل ۾ گنجائش نہ آهي. مڙس چيو منهنجي انهن زخمن تي ڏنگ نہ هڻ. جيڪڏهن تون خاموش رهين ٿي تہ نيڪ، ورنہ آئون گهر ڇڏي ويندس، سوڙهي جُتيءَ کان اگهاڙو پير بهتر هوندو آهي. خانہ جنگيءَ کان سفر جي تڪليف بهتر آهي.

**عورت جو مرد جي رعايت ڪرڻ ۽ پنهنجي چيل ڳالهين کان توبہ ڪرڻ:**

*زن چو ديد اوراکہ تند و توسن ست*

*گشت گرياں گريہ خود دام زنست*

ترجمو: ”جڏهن عورت اُن کي ڏنو تہ تند ۽ تيز آهي تڏهن روئڻ لڳي ۽ روئڻ تہ خود عورت جو ڄار آهي.“

چوڻ لڳي تہ مون توکي ائين نہ سمجهيو هو. خاڪساري ڪرڻ لڳي. آئون مِٽي آهيان، زال نہ آهيان، منهنجو جسم جان سڀ تنهنجي ملڪيت آهي. تنهنجي جان جو قسم، مون فقيري کان پاسو تنهنجي ڪري ڪيو پئي، منهنجو روئڻ تنهنجي لاءِ آهي. آئون نٿي چاهيان تہ تون بي سرو سامان هجين. توتي منهنجي جان قربان آهي. ڪاش تون منهنجي دل جي ڳالهہ کان واقف ٿي وڃين ها ۽ منهنجي ظاهري لفظن کي بُرو نہ مڃين ها. تو بدگمانيءَ سان سمجهيو تہ آئون محض پنهنجي آرام جي لاءِ زر جي طالب ٿي آهيان. انهيءَ ڪري آئون جيئڻ کان بيزار آهيان ڇاڪاڻ تہ تنهنجا خيال منهنجي باري ۾ صحيح نہ آهن. اهو وقت بہ ياد ڪر جڏهن تون بُت وانگر مون کي پوڄيندو هئين. مون تنهنجي موافقت جي لاءِ دل کي مُنور ڪيو آهي، هاڻي توکان هڪ قدم اڳتي وڌي ڪري تنهنجي تائيد ڪنديس. مون اڳ ۾ مڪر ڪيو، هاڻي ايمانداريءَ سان حاضر آهيان. اعتراض کان توبهہ ڪيم. تنهنجي اڳيان ڪفن ۽ تلوار رکان ٿي ۽ ڪنڌ جهڪايان ٿي. مون اهي بداخلاقيون تنهنجي خوش اخلاقيءَ جي پروسي تي ڪيون هيون. عورت نرميءَ سان دل ڪولي اهي ڳالهيون چيون ۽ اونڌي مُنهن روئي رهي هئي. عورت جو روئڻ جڏهن حد کان وڌي ويو تڏهن مرد جي دل ۾ ڪهڪاءُ پيدا ٿيو. ڇاڪاڻ تہ عاشق غلام وانگر آهي، محبوب آزاد ۽ آقا وانگر هوندو آهي. محبوب جا ناز نخرا عاشق جي لاءِ ڄار آهي. پوءِ معشوق جي ليلائڻ بعد عاشق جو ڪهڙو حال هوندو، جڏهن معشوق فرمانبرداري ڪرڻ لڳي تہ باقي ڇا گهرجي!.

قرآن پاڪ جي آيت آهي تہ زُيِّنَ لِلنَّاسِ حُبُّ الشَّهَوٰتِ مِنَ النِّسَآءِ (آل عمران:١٤) ماڻهن کي مرغوب شيون يعني زالن جي دل بستگي پرڪشش لڳي ٿي. ٻي جاءِ تي فرمايو ويو تہ لِيَسْكُنَ إِلَيْهَا (الاعراف:١٨٩) اهو ان مان سڪون حاصل ڪري. حضرت آدم عليه السلام ۽ حوا جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ حوا کي هن لاءِ پيدا ڪيو ويو تان تہ آدم عليه السلام اُن مان سڪون حاصل ڪري. جيڪڏهن زال جو پٽ رستم هجي ۽ حضرت حمزه رضي الله عنه کان ويل بہ هجي تہ اهو پنهنجي پوڙهي زال جي حُڪم جو قيدي آهي. حضرت حمزه رضي الله عنه هڪ مشهور پهلوان ٿي گذريو آهي ۽ حضور عليه السلام جي ننڍي چاچي جو نالو بہ حمزه رضي الله عنه آهي، جنهن جي شجاعت ۽ بهادري ضرب المثل ۽ مشهور هئي. اها

ذات جنهن جي گفتگوءَ سان عالم مست ٿي ويندو هو، حميرا (بي بي عائشه رضي الله عنها جو لقب آهي) کي چوندو هو تہ مون سان ڳالهاءِ. وڏائي جي ڪري پاڻي باهہ تي غالب آهي، پردي ۾ هجي تہ باهہ کان جوش کائيندو آهي. جڏهن باهہ ۽ پاڻيءَ جي وچ ۾ ديگ حائل ٿي ويئي تہ باهہ پاڻيءَ کي هوا بڻائي ڇڏيو. جيتوڻيڪ بظاهر تون عورت تي پاڻيءَ وانگر غالب آهين پر باطن ۾ مغلوب ۽ عورت جو شيدائي آهين. اُنس ۽ محبت انسان جو خاصو آهي. حيوان ۾ نقص جي ڪري محبت گهٽ آهي. مطلب تہ حيوان جي خلقت انسان کان ناقص آهي.

هن حديث جي بيان ۾ تہ اِنَّهُنَّ يَغْلِبْنَ العَاقِلَ وَيَغْلِبُهنَّ الْجَاهِلُ بيشڪ اهي عورتون عقل مند تي غالب آهن ۽ جاهل انهن تي غالب آهي.

**هيءَ حديث انهن الفاظن سان حديث جي مشهور ڪتابن ۾ نہ آهي.**

گفت پیغمبرؐ کہ زن بر عاقلاں

غالب آید سخت بر صاحب دلاں

ترجمو: ”پيغمبر فرمايو تہ عورت عقلمندن ۽ دل وارن تي گهڻو غالب آهي.“

جاهل عورت تي غالب هوندا آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ محبت گهٽ ۽ طبيعت تي حيوانيت وڌيڪ غالب هوندي آهي. محبت ۽ نرمي انساني وصف آهي، ڪاوڙ ۽ شهوت حيواني وصف آهي. عورت ئي مرد کي جنم ڏيندي ۽ ان جي تربيت ڪندي آهي.

**روزگار جي باري ۾ مرد جو عورت جي درخواست کي قبول ڪرڻ ۽ ان اعتراض کي الله جو اشارو سمجهڻ:**

بنزدِ عقلِ ہر دانندہ ہست

کہ باگردندہ گرداننده ہست

ترجمو: ”هر عقل مند وٽ هيءَ مجيل حقيقت آهي تہ گهمڻ واري سان گڏ گهمائڻ وارو بہ هوندو آهي.“

جيئن پوڙهي چرخو گهمائي ٿي تيئن آسمان بہ گهمي ٿو. جيئن ظالم مرڻ وقت ظلم کان شرمندو ٿيندو آهي، مرد بہ ائين شرمندو ٿيو تہ مون ڇو بدسلوڪي ڪئي. حضرت علي رضي الله عنه فرمايو آهي تہ اِذَا جَاءَ الْقَضَاعَمِيَ الْبَصَرُ جڏهن قضا ايندي آهي تہ اکيون بند ٿي وينديون آهن. قضا گذرڻ ڪانپوءِ انسان افسوس جا هٿ مهٽيندو آهي.

مرد چيو تہ آئون شرمندو آهيان، جيڪڏهن آئون ڪافر هئس تہ مسلمان ٿيان ٿو. مون تي رحم ڪر، منهنجو عذر قبول ڪر. الله جي دربار رحم ۽ ڪرم سان ڀريل آهي. وجود ۽ عدم ٻئي ان جي حڪم جا تابع آهن. ٽامون ۽ چاندي اُن ڪيميا جا غلام آهن.

**موسىٰ عليه السلام ۽ فرعون ٻئي هڪ ئي مشيت جا تابع آهن، جيئن زهر ۽ ترياق، اوندهہ ۽ روشني**

موسیٰؑ و فرعون معنی را رہی

ظاہر آں رہ دارو و ایں بے رہی

ترجمو: ”موسىٰ عليه السلام ۽ فرعون هڪ حقيقت جا تابع آهن، بظاهر هو سڌي رستي تي ۽ هي ڀٽڪيل آهي.“

نيڪوڪار ۽ خطاڪار ٻئي پنهنجي اختيار سان فرمان جا تابع آهن. حضرت موسىٰ عليه السلام بہ الله جي اڳيان روئندو هو ۽ اڌ رات جو فرعون بہ رُنو هو: اي خدا! منهنجي ڪنڌ ۾ هيءَ امانت جو ڪهڙو طوق آهي. موسىٰ عليه السلام کي تو چنڊ جهڙي شڪل عطا ڪئي، منهنجي جان جي چنڊ کي ڪارو ڪري ڇڏيو. منهنجي چنڊ کي گرهڻ لڳي ويو

آهي، هاڻي ڇا ڪريان؟ ماڻهو مون کي رب ۽ سلطان چون ٿا. جڏهن چنڊ گرهڻ ٿيندو آهي ته ماڻهو ٿالهيون وڄائيندا آهن. ڪي قومون چنڊ گرهڻ وقت ٿالهيون وڄائينديون هيون ۽ ڍهل به وڄائينديون هيون تان ته چنڊ گرهڻ مان نڪري اچي. فرعون مصر جي بادشاهن جو لقب هو. حضرت موسىٰ عليه السلام جي زماني ۾ جيڪو فرعون هو اُن جو نالو مصعب بن وليد هو. فرعون چيو ته اَنَا رَبُّكُمُ الْاَعْلٰى (النازعات:٢٤) ”آئون توهان جو سڀ کان وڏو رب آهيان“، اهو فرعون جو مقولو آهي. تنهنجا ٻه غلام هجن: هڪڙو جهنگ ۾ ٽاريون ڪپيندو هجي. هاڻي شاخ جو ڪهاڙي تي ڪو وس نٿو هلي، تون پنهنجي ڪرم سان اُن ڪهاڙيءَ کان بچائي سگهين ٿو. آئون سڄي رات: ”اي اسان جا پروردگار!“ ڪري پڪاريان ٿو ۽ عاجزي ڪريان ٿو.

بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته فرعون جون عادتون فنڪاري هيون. حضرت موسىٰ عليه السلام جي باهه اڳيان اُن جو سونهري رنگ ڪارو ٿي ويندو هو. سڀ خدا جي مشيت جا تابع آهن. الله تعاليٰ جنهن جو جيڪو معاملو ڪري مرضي جو مالڪ آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته جڏهن خدا ڪنهن ڪم جو ارادو فرمائيندو آهي تڏهن اُن کي ڪُن جو حڪم ڏيندو آهي ته ٿي پئو! پوءِ اها شيءِ ٿي ويندي آهي. وجودِ مطلق جڏهن تعيين جي قيد ۾ ايندو آهي ۽ اهو وجود صفتِ امڪان سان متصف ٿي ويندو آهي باقي جيڪي اختلاف آهن اهي تعينات جي ڪري آهن. وجودِ مطلق جي تقاضا صلح ۽ آشتي آهي. جڏهن وجودِ مطلق جا سڀ تعينات آهن ته پوءِ وجودِ مطلق جا خواص ممڪنات ۾ ڪيئن بدلجي ويا!؟ ان اعتراض جو جواب هي آهي ته ممڪن پاڻي مان نشوونما لهندو آهي پر پاڻيءَ ۽ تيل ۾ دشمني ۽ وير آهي. ٻيو جواب هي آهي ته گل ۽ ڪنڊو ٻنهي جي نشوونما هڪ وڻ مان ٿي آهي، پوءِ به ٻنهين ۾ تضاد آهي. ٽين ڳالهه هي آهي ته انهن ۾ حقيقي اختلاف نه آهي پر مصلحت جي ڪري بناوٽي اختلاف آهي. جڏهن انسان دنياوي لذتون ڇڏيندو آهي تڏهن ڪيس استغراق في الحق نصيب ٿيندو آهي پوءِ ادراڪ جا احساس معطل ٿي ويندا آهن. وهم ۽ خيالات آبادي وانگر آهن. خزانو ويرانيءَ ۾ ملندو آهي آبادي ۾ ڪونه ملندو آهي. عمارت سان هستي ٿيندي آهي، فاني في الله کي دنيا کان نفرت هوندي آهي. اهل الله توکي پاڻ ڏانهن سڏين ٿا. اهي بظاهر ائين آهن جيئن ٻليءَ کي پڇائڻ جي لاءِ ڏنڊو استعمال ٿيندو آهي يا هيئن سمجهو ته چور جوتي ۾ اُبتا لڳائيندا آهن تان ته پيري انهن جي اچڻ کي وڃڻ سمجهي. حقيقت ۾ اهل الله کي اهلِ دنيا سان نفرت هوندي آهي پر نظر هي ايندو آهي ته دنيادار انهن کي ذليل سمجهي رهيا آهن.

**بدبخت ماڻهن جو ٻنهي جهانن ۾ محروم رهڻ جو سبب**

**آں حکیمک اعتقادے کردہ است**

**کآسماں بیضہ زمیں چوں زردہ است**

ترجمو: ”فلاسفر کي پڪ آهي ته آسمان آني وانگر ۽ زمين بيدي جي زردي ۽ هيڊاڻ وانگر آهي.“

سوال ڪرڻ واري پُڇيو ته زمين آسمان جي وچ ۾ ڪيئن بيٺل آهي. فلاسفر جواب ڏنو ته ڇهن پاسن جي ڪشش جي ڪري هوا ۾ بيٺي آهي. ٻئي چيو ته صاف آسمان ڇهن ئي پاسن کان زمين کي دفع ڪري ٿو. الله وٽ ڪهربا آهي. (ڪهربا اهو پٿر آهي جيڪو ڪکن کي چقمق وانگر پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي) اها ڪهربا الله وٽ لِڪل آهي جنهن کي چاهيندو آهي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي. قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي ته قُلْ يٰا عِبَادِىَ اي منهنجا ٻانهو! عام مفسرين يا عبادي الله جو مقولو قرار ڏنو آهي پر بزرگ روميءَ هتي جيڪو تفسير ڪيو آهي اُن جي اعتبار سان ”يا عبادي“ کي حضور ﷺ جو مقولو بڻايو ويو آهي. عارف ماڻهن جي عقل جي لاءِ بمنزلہ عقل جي آهن. بزرگن کي سبق ۽ عبرت جي نگاهه سان ڏسو. عارفن کي شُتر بان وانگر سمجهڻ غلط آهي پر اهي آفتاب آهن. ڪامل عارفن کان سواءِ دنيا ۾

اوندھ آھي. دنيا پنھنجي روشني جي لاءِ انھن جي وجود جي منتظر آھي، جيئن رات منور ٿيڻ ۾ سج جي منتظر رھندي آھي. جنھن درياءَ جي سطح تي گاھ ھجي اُتي ڏاڍي احتياط جي ضرورت پوندي آھي. انسان گاھ سمجھي قدم رکندو آھي پر ھيٺان گھرو پاڻي ھوندو آھي. فقيرن سان حسن ظن قائم رکڻ جي ڪري رھنما ملي ويندو آھي. انسان عالم صغريٰ آھي. پيغمبر انسان جي صورت ۾ رونما ٿيندو آھي پر ڪائنات تي اُن جو تصرف ھوندو آھي. بيوقوفن ڇيو تہ ھڪ انسان ڪان وڌيڪ ان جي ڪا حيثيت نہ آھي. مٿن افسوس آھي، جو اھي عاقبت انديش نہ آھن. ڪامل انسان انجام تي نظر رکندو آھي.

ھاڻي حضرت صالح عليہ السلام جو مشھور قصو ٻُڌ. الفاظ ڇڏي ڏي، معنيٰ طلب ڪر، ڇاڪاڻ تہ ظاھربين انجام ڪِي ڪونہ ڏسندو آھي. تون انجام تي نظر ڪندين تہ عافيت وارو ٿيندين. حضرت صالح عليہ السلام قوم ثمود جو نبي ھو. اُن جي لاءِ بطور معجزه ھڪ ڏاچي پٿر مان پيدا ڪئي ويئي، جنھن کي قوم ھن ضد ۾ ماريو تہ اھا تلاء جو گھڻو پاڻي پي ويندي ھئي. ان جي ڪري ثمود جي قوم تي زلزلي جو عذاب آيو ۽ اھا تباھ ٿي وئي.

**دشمنن جو حضرت صالح عليہ السلام جي ڏاچي کي حقير سمجھڻ**

جڏھن خدا چاھيندو آھي تہ ڪنھن لشڪر کي ھلاڪ ڪري تڏھن انھن جي نگاھ ۾ دشمنن کي حقير ڏيکاريندو آھي وَيُقَلِّلُكُمْ فِيْٓ اَعْيُنِهِمْ لِيَقْضِيَ اللّٰهُ اَمْرًا كَانَ مَفْعُوْلًا (الانفال:٤٤) ۽ اھو توھان کي انھن جي نظر ۾ گھٽ ڏيکاري ٿو تان تہ ان ڪم کي سر انجام ڏي جيڪو ڪرڻ چاھي ٿو.

(ھي آيت جنگ بدر جي متعلق نازل ٿي آھي جنھن جو مطلب ھي آھي تہ قدرت مشرڪن جي نظرن ۾ مسلمانن کي ٿورو ڪري ڏيکاريو تان تہ اھي جنگ تي آماده ٿين ۽ قدرت مسلمانن جي ھٿان انھن جو خاتمو ڪرائي. مترجم)

*ناقهٔ صالحؑ بصورت بُد شتر*

*پے بریدندش بجہل آں قوم مُر*

ترجمو: "حضرت صالح عليہ السلام جي ڏاچي بظاھر ھڪ ڏاچي ھئي. ان سخت قوم جھالت سان اُن جون ڪچون ڪاٽي ڇڏيون."

جاھل ماڻھو پاڻيءَ جي ڪري ڏاچيءَ جا دشمن ٿي ويا. اھي الله جا احسان فراموش ٿي ويا. الله جي ڏاچيءَ ڪَر جو پاڻي نھر مان پيتو ٿي، انھن حقيقت ۾ الله جو پاڻي الله کان روڪيو. نيڪ ماڻھن کي ستائڻ ھلاڪت جو سبب آھي. حضرت صالح عليہ السلام جي ڏاچيءَ کي ستائي ثمود جي قوم ھلاڪ ٿي. قرآن پاڪ جي سوره شمس ۾ ارشاد آھي تہ نَاقَةَ اللّٰهِ وَ سُقْيٰهَا ۝ (الشمس:١٣) ھن آيت ۾ چيو ويو آھي تہ الله جي رسول انھن کي چيو تہ الله جي ڏاچيءَ کي نہ ستائجو ۽ نہ اُن جو پاڻي بند ڪجو پر انھن نہ مڃيو. نيٺ خدا انھن کي ھلاڪ ڪيو. انسان ۾ روح ڪي حضرت صالح عليہ السلام وانگر ۽ جسم کي بمنزلہ اُن جي ڏاچيءَ جي سمجھو ۽ انسان جو نفس گويا قيدار آھي جنھن ڏاچيءَ کي ھلاڪ ڪيو ھو. روح واصل بحق آھيءَ خوش آھي. جسم تي مصيبتون اچن ٿيون. شرير ماڻھو نيڪ ماڻھن جي جسم کي ستائين ٿا تہ عذاب ۾ مبتلا ٿين ٿا. روح جي نسبت الله سان اھا ئي آھي جيڪا مٽ جي درياءَ جي پاڻيءَ سان آھي. انبيائن ۽ الله وارن عارفن جي روحن کي جسمن سان ھن لاءِ بہ متعلق ڪيو ويو آھي تہ اھي جھان جي پناھ بنجن. جسم بمنزلہ ڏاچيءَ آھي ۽ روح بمنزلہ حضرت صالح عليہ السلام جي آھي. انھن بدبختن کي ڏاچيءَ جي پاڻي پيئڻ سان حسد پيدا ٿيو. حضرت صالح عليہ السلام فرمايو تہ اوھان الله جي ڏاچيءَ کي ماريو آھي. ٽن ڏينھن کانپوءِ خدا جو عذاب ايندو. توھان جي چھرن جو رنگ ھيڊو ٿي ويندو. پھرين ڏينھن توھان جا چھرا زعفران جھڙا ٿيندا. ٻئي ڏينھن ارغوان جھڙا ڳاڙھا ٿيندا. ٽئين ڏينھن چھرا ڪارا ٿي ويندا. ان کانپوءِ الله جو عذاب اچي ويندو. جيڪڏھن توھان عذاب کان بچڻ چاھيو ٿا تہ ڏاچيءَ جو ڦر جبل ڏانھن ڀڳو ٿو وڃي ان کي پڪڙي وٺو. پر اھي اُن ڦر کي نہ پھچي سگھيا. ڦر جبلن ۾

غائب ٿي ويو. حضرت صالح عليه السلام جي ڏاچيءَ جي ڦر جو مثال هڪ عارف جي دل کي سمجهو، جنهن جي خدمت ۽ احسان مندي توهان جي لاءِ ضروري آهي. جيڪڏهن ڏاچيءَ جو ڦر انهن کان راضي ٿي وڃي ها ته عذابِ الاهي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري وڃن ها. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪامل عارف جي دل کي خوش رکندؤ ته ڇوٽڪارو حاصل ڪندؤ ورنه حسرت ۽ افسوس کان سواءِ ڪجھ ڪونه ورندو. وعيد ٻڌڻ ڪانپوءِ انتظار ڪرڻ لڳا. پهرين ڏينهن چهرا هيڊا ڏٺائون. نااميدي وڌي ويئي. ٻي ڏينهن چهرا ڳاڙها ٿي ويا ٽوبه جو وقت ختم ٿي ويو. ٽئين ڏينهن چهرا ڪارا ٿي ويا. خدا جو عذاب اچي ويو. قرآن پاڪ ۾ ثمود جي باري ۾ فرمايو ويو آهي ته فَاَصۡبَحُوۡا فِیۡ دَارِهِمۡ جٰثِمِیۡنَ (الاعراف:٩١) ”پوءِ اهي پنهنجن گهرن ۾ اونڌي منهن ڪِريا پيا هئا. انسان کي تعليم حاصل ڪرڻ جي لاءِ استاد ۽ عارف جي اڳيان ٻئي گوڏا کوڙي ڪري وهڻ گهرجي. عذاب ۾ شهر نيست و نابود ٿي ويو. انهن جو روئڻ عبرت جو سبب هو. حضرت صالح عليه السلام به روئڻ شروع ڪيو. الله تعاليٰ فرمايو ته صبر ڪر، انهن کي نصيحت ڪر. مون الله تعاليٰ کي عرض ڪيو ته نصيحت جا جذبا محبت سان اُيرندا آهن. هنن ماڻهن ته مون تي ظلم ڪيا آهن، انهيءَ ڪري نصيت جو ڪير خشڪ ٿي ويو آهي. الله تعاليٰ فرمايو ته اسين تو ۾ پنهنجي صفتِ لطف وديعت ڪنداسون، انهن جي ايذا رساني وارن زخمن تي مرهم رکنداسون. پوءِ الله تعاليٰ منهنجي دل کي آسمان وانگر صاف ڪري ڇڏيو. وري نصيحت ۾ ڪنڌ جهڙيون مٺيون ڳالهيون ڪريان پيو. قرآن پاڪ ۾ حضرت شعيب جو مقولو منقول آهي ته آئون ڪافرن جي هلاڪت تي ڪيئن غم ڪريان. آيت ۾ عَلٰی قَوۡمٍ آهي پر بزرگ رومي رحمه الله خَلۡفَ قَوۡمٍ فرمايو آهي، يعني مون کي هاڻي غم ڪرڻ جي ڪا ضرورت نه آهي. حضرت صالح عليه السلام پنهنجو پاڻ کي تسلي ڏني پر پوءِ به اکين ۾ ڳوڙها اچي ويس. خدا جي رحمت عِلت ۽ غرض کان سواءِ هوندي آهي. حضرت صالح عليه السلام حيران هو ته اکين مان ڳوڙها ڇو وهي رهيا آهن؟ عقل چئي رهيو هو ته اهو روئڻ وري ڇا جي لاءِ؟ اهڙن ظالمن تي روئڻ گهرجي جنهن قوم جو هر فرد مجسم ڪينو هجي ۽ سندن اکين ۽ منهن مان زهر آلود نظرون ۽ ڳالهيون نڪرنديون هجن. خدا انهن کي عذاب ۾ گرفتار ڪيو آهي انهن جي سيني عضون ۾ نيڏائپ هئي. ڪوبه عضوو صحيح ڪم نه ڪري رهيو هو. جيڪي غلط ڳالهيون پنهنجي وڏن کان ٻڌيون هئائون انهن تي ڳنڍ ڏيون بيٺا هئا. حضرت صالح عليه السلام جي ڳالھ کي ڪن نه ڏنائون. بي وقوف گڏھ وانگر هئا. هڪ ٻئي کي پنهنجي زبان ۽ اک سان وڏيڪ حماقتن ۾ مبتلا ڪري ڇڏيائون. الله تعاليٰ انبيائن جي بعثت هن لاءِ به ڪئي آهي ته اهي ڪافرن جو حسرتناڪ انجام ڏسن. هن آيت جي معنيٰ ۾ مَرَجَ الۡبَحۡرَیۡنِ یَلۡتَقِیٰنِ ۝ بَیۡنَهُمَا بَرۡزَخٌ لَّا یَبۡغِیٰنِ ۝ (الرحمن:-١٩-٢٠) هلايائين ٻه دريا گڏجي هلڻ وارا، جن ٻنهي ۾ هڪ پردو آهي جو هڪڙو ٻئي تي زيادتي نٿو ڪري.

اهلِ نار و خلد را بين هم ڪاں

درميانِ شان بَرۡزَخٌ لَّا يبغيان

ترجمو: ”جهنمين ۽ جنتين کي هم نشين ڏس، انهن جي وچ ۾ پردو آهي، هڪ ٻئي سان خلط ملط نه آهن.“

ٻن سمنڊن وانگر دوزخي ۽ بهشتي مليل آهن ۽ فرقِ وصفن سان آهي. جهڙي طرح ڪاڻ ۾ مِٽي ۽ سون مليل آهي پر وچ ۾ سوين فاصلا آهن. جهڙي طرح هار ۾ موتي ۽ گُل هڪ رات جي مهمان وانگر مليل جليل آهن. جيڪو فقط هڪ رات جو مهمان آهي ۽ گهر وارن سان مليل جليل آهي پر ٻئي ڏينهن ته جدا ٿي ويندو. ائين نيڪ ۽ بد مليل آهن. اکيون کول ته خبر پئجي وڃي. سمنڊ جو اڌ ڪنڌ جهڙو مِٺو ۽ اڌ زهر جهڙو ڪڙو آهي. ناري ۽ نوري ماڻهن ۾ ٽڪراءُ ٿيندو رهندو آهي پر ٻئي پنهنجي پنهنجي حالت تي رهن ٿا، جيئن ته اها ڪيفيت ازلي آهي. اها جسمن جي ڪشمڪش حقيقت ۾ روحن جي ڪشمڪش آهي. نوري هي ڪوشش ڪن ٿا ته حق جي طرفان نارين ۾ ڪينو نه رهي،

محبت پيدا ٿي وڃي. ناري هن لاءِ ڪوشان رهندا آهن ته عداوت پڪڙجي ۽ محبت جو غلبو نه ٿي سگهي. محبت ڪڙي کي مِٺو بنائيندي آهي، عداوت ۽ دشمني مِٺي کي به زهر ڪري ڇڏيندي آهي. اهي ڳالهيون انجام جي اعتبار سان آهن چاڪاڻ ته گهٽيون شيون ڪنڌ جهڙيون هونديون آهن پر انهن ۾ زهر مليل هوندو آهي. سمجهدار ماڻهو فوراً ان ملمع سازي کي سمجهي ويندو آهي. مدعي فقيرن کي سڃاڻڻ ۾ انسان جا مختلف مرتبا آهن. ڪي ماڻهو مصنوعي بزرگ کي تڏهن سمجهن ٿا جڏهن اُن جي اڳيان پهچن ٿا ۽ ڪي تڏهن سمجهندا آهن جڏهن هٿ ۾ هٿ ڦاسندو آهي. ڪي تڏهن سمجهندا آهن جڏهن ٿورو ميل جول ٿيندو آهي. ڪي تڏهن سمجهندا آهن جڏهن گڏجي ڪائيندا پيئندا آهن. ان مصنوعي بزرگ جي تعليمات کي نڙيءَ تائين پهچڻ ڪونه ڏيندا آهن. ڪي تڏهن سمجهندا آهن جڏهن اها تعليم نڙيءَ تائين پهچي ويندي آهي.

ڪن ماڻهن کي تڏهن احساس ٿيندو آهي جڏهن ان جي زهريلي تعليم جو بدن تي اثر پوندو آهي. خراب غذا جو اثر ڪنهن وقت ڪاڪوس ڪرڻ مهل ظاهر ٿيندو آهي. زندگيءَ ۾ ڪي ماڻهو خراب اثر محسوس ڪري وٺندا آهن. ڪي شخص ان بري تعليم جو احساس قبر ۾ وڃي ڪري معلوم ڪندا آهن. مطلب ته بدعقيدي پيرن جي تعليم جو نقصان وارو اثر محسوس ڪرڻ ۾ انسانن ۾ گهڻو تفاوت آهي. هر انسان لاءِ ان کي محسوس ڪرڻ ۾ هڪ وقت لڳندو آهي. الله جي طرفان هر ڪم جو هڪ وقت مقرر آهي. ان وقت ڪان پهريان ان ڪم جي تڪميل نٿي ٿئي. الله تعاليٰ هر شيءِ جي تڪميل لاءِ هڪ وقت مقرر فرمايو آهي. سچ موتي ۽ لعل جي هزارين سال تربيت ڪندو آهي تڏهن اُن جو رنگ ۽ روپ نکرندو آهي. ميويدار وڻن ۾ ميوو پنجن ڇهن سالن ۾ پيدا ٿيندو آهي. قرآن مجيد جي سوره انعام ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي: هُوَ الَّذِیْ خَلَقَکُمْ مِّنْ طِیْنٍ ثُمَّ قَضٰۤی اَجَلًا (الانعام: ٢) ترجمو: "اهو ئي الله آهي جنهن توهان کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو، پوءِ هڪڙو وقت مقرر ڪيائين." الله تعاليٰ اها وقت واري ڳالهه ۽ ميعاد هر شيءِ لاءِ مقرر فرمايو آهي ۽ نيڪ ۽ بد بظاهر مشتبه آهن پر حقيقت ۾ سڃاڻپ وارن جي لاءِ جدا ۽ ممتاز آهن. الله تعاليٰ هر هڪ شيءِ جي لاءِ پنهنجي طرفان هڪ ٽائيم مقرر ڪيو آهي جنهن ۾ اها شيءِ ڪمال کي پهچندي آهي. اها معمولي ڳالهه نه آهي، جيڪڏهن انهيءَ کي چڱيءَ طرح سمجهي عمل پيرا ٿجي ته ابدي حياتي ملي وڃي ٿي. جيڪي ماڻهو ميعاد ۽ قدر جي معاملي ۾ اسباب کي موثر بالذات ۽ الله جو غير سمجهن ٿا اهي هلاڪ ٿين ٿا. هي مسئلو انهن جي لاءِ خوشگوار آهي جيڪي اسباب جي ڪثرت ۾ وحدتِ حق جو مشاهدو ڪن ٿا. انهن ماڻهن جي لاءِ زهر آهي جيڪي اسباب جي ڪثرت کي غير حق سمجهي ويهن ٿا. انهن ماڻهن جي لاءِ دوا آهي جيڪي ڪثرت ۾ وحدت جو مشاهدو ڪن ٿا. اهو ئي مسئلو خوف جو سبب آهي ۽ ان سان ئي اميد وابسته آهي پر دل ان جي سمجهڻ ۾ ڪڏهن بخل ڪان ڪم وٺندي آهي، ڪڏهن سخا ڪان ڪم وٺندي آهي. فقر يعني مسڪيني دولتِ ايمان ڪان خالي بنائيندي آهي. ڪڏهن ماڻهو ايمان سان مسڪينيءَ جي ڪري مالامال ٿي ويندو آهي، ڪڏهن اها قهر خداوندي جو سبب بڻبي آهي ۽ ڪڏهن رضا الاهي جو باعث آهي. جڏهن انسان اُن مسئلي کي سمجهڻ ۾ غلطي ڪري ته اهو ظلم آهي، صحيح سمجهي ته پاڻ سان وفاداري آهي. اهو ئي مسئلو حصول سعادت ۾ رڪاوٽ به آهي ۽ سعادت عطا به ڪندو آهي. مطلب ته مهل بدلجڻ سان شين جون خاصيتون ۽ اثر بدلجي ويندا آهن. جڏهن انگورن جو شيرو ۽ رس شراب بنجي وڃي ته حرام آهي، سرڪو بڻجي وڃي ته بهترين آهي. اهڙي طرح معاملن ۾ به فرق هوندو آهي. ڪامل انسان ان کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

**بعض مباحات ڪاملن جي لاءِ مفيد آهن پر ناقصن جي لاءِ نقصانڪار هوندا آهن. حضور ﷺ جن جو اهو مقام هو جنهن ۾ ڪنهن مباح مان تلذذ ۽ نفع اندوزي نقصان جو سبب بڻجي نٿي سگهي**

گر ولی زهرے خورد نوشے شود

ور خورد طالب سیہ هوشے شود

ترجمو: ”جيڪڏهن ولي زهر کائي ته ترياق ٿئي، جيڪڏهن طالب کائي ته بيهوش ٿي وڃي.“

رَبِّ اغْفِرْ لِیْ وَهَبْ لِیْ مُلْكًا لَّا یَنْۢبَغِیْ لِاَحَدٍ مِّنْۢ بَعْدِیْ ۚ (ص:۳۵) ترجمو: ”اي منهنجا خدا مون جهڙي سلطنت مون کانپوءِ ڪنهن ٻئي کي نه ڏجان.“ هيءَ حضرت سليمان عليه السلام جي دعا آهي جيڪا قرآن پاڪ ۾ منقول آهي. بزرگ رومي رحمة الله عليه هن آيت جو مطلب هي سمجهائي ٿو ته اها دعا حسد تي مبني نه هئي پر حضرت سليمان عليه السلام اهو سمجهيو هو ته هن عظيم الشان سلطنت جو بار آئون ڪٽي سگهان ٿو پر ڪو ٻيو ڪونه ڪٽي سگهندو، انهيءَ ڪري ان قسم جي سلطنت نقصانڪار ٿيندي. اهو فرمائڻ ٻين تي شفقت جي ڪري هو، حسد جي ڪري نه هو.

حضرت سليمان عليه السلام ۾ ان عظيم سلطنت جي تحمل جي طاقت هئي پر پوءِ به اها خلل انداز ٿي. وَ اَلْقَیْنَا عَلٰى كُرْسِیِّهٖ جَسَدًا (ص:۳۴) ۽ اسان اُڇلايو ان جي ڪرسي تي هڪ جسم. هيءَ آيت حضرت سليمان عليه السلام جي قصي ۾ ذڪر ڪيل آهي. جنهن جو تفسير ڪن مفسرن هي ڪيو آهي ته حضرت سليمان عليه السلام لاعلميءَ ۾ هڪ مشرڪياڻيءَ عورت سان نڪاح ڪيو جنهن جي پاداش ۾ حضرت سليمان عليه السلام جي اها منڊي صخر نالي جن ڪٽي ويو جنهن ۾ سندس سلطنت جو راز مضمر هو ۽ اهو جن سندس تخت سلطنت تي قابض ٿي ويو، چند ڏينهن ڪانپوءِ اها منڊي وري حضرت سليمان عليه السلام کي هٿ لڳي تڏهن تخت سلطنت ٻيهر سندس قبضي ۾ آيو. ان مسئلي جي وڌيڪ تشريح ڪرڻ ضروري آهي پر آئون وري مرد ۽ عورت جي قصي ڏانهن موٽان ٿو.

**بدوي ۽ سندس زال جي فقر ۽ شڪايت واري قصي جو خلاصو**

ماجرا ے مرد و زن را مخلصے

باز می جوید روان مخلصے

ترجمو: ”مرد ۽ عورت جي قصي جي خلاصي کي هڪ مخلص جو روح تلاش ڪري رهيو آهي.“

مرد ۽ عورت جو قصو هڪ تمثيل آهي. عورت مان مراد نفس ۽ مرد مان مراد عقل آهي. عورت گهر جون ضرورتون چاهي ٿي. نفس عورت جي لاءِ تدبير جي پويان آهي. عقل انهن فڪرن کان واقف نه آهي. ان جي دماغ ۾ الله جي غم کان سواءِ ڪجهه نه آهي. هن قصي جي حقيقت بمنزله داڻي جي آهي ۽ قصي جي صورت بمنزله چار جي آهي. جيڪڏهن محبت خداوندي خالي هڪ باطني معاملو هجي ها ته پوءِ نماز روزي جي فرضيت جي ضرورت نه هجي ها، حالانڪ اهي به شريعت ۾ ضروري آهن. دوستن ۾ پاڻ ۾ تحفن جي ڏي وٺ وارو عمل قلبي محبت جو شاهد آهي. هونئن محبت دل ۾ لِڪل هوندي آهي. چاڪاڻ ته ظاهري احسان لڪل محبت جا شاهد هوندا آهن پر شاهد هميشه سچا ڪونه هوندا آهن. جيڪو ظاهري هستي ڏيکاريندو آهي ڪڏهن اهو حقيقتاً مست هوندو آهي. ڪڏهن اُن جي مستي بناوٽي هوندي آهي.

رياڪار جي نماز ۽ روزو ڪوڙا شاهد آهن، چاڪاڻ ته اُن جي دل محبت خداوندي کان خالي آهي. حقيقي عمل ۽ رياڪاري ۾ انسان فرق تڏهن ڪري سگهي ٿو جڏهن اُن کي الله تعاليٰ پنهنجو نور عطا فرمائي. ظاهري عملن کان سواءِ ٻيا اسباب به محبت جو ڏس ڏيندا آهن، مثلاً رشتيداريا آهي. جيڪڏهن ظاهري ڏيتي ليتي نه هجي ته به رشتيداري اهو

ٻڌائي ٿي ته پاڻ ۾ محبت آهي. جڏهن نور خداوندي دل ۾ سمائجي ويندو آهي تڏهن ظاهري عمل بتقاضاءِ محبت صادر ٿيندا آهن. ثواب ۽ عذاب يا اظهار عبوديت انهن جو مقصد ڪونه هوندو آهي. جڏهن ڪنهن جي باطن ۾ محبت جي باهه لڳل هوندي آهي ۽ اها محبت توانائي حاصل ڪري وٺندي آهي تڏهن علامتن کان سواءِ به سُڃاتي ويندي آهي. هن مضمون جو تفصيل تمام گهڻو آهي تون خود تلاش ڪر. محبت جو ظهور عملن جي صورت ۾ ٿيندو آهي پر محبت ۽ علامت ۾ گهڻي مناسبت به آهي ۽ ٻئي هڪ ٻئي کان جدا به آهن. وڻ جي ساوڪ پاڻيءَ جو وجود ٻڌائي ٿي پر پاڻي ۽ وڻ به جدا حقيقتون آهن. وڻ، ٻج، مٽي ۽ پاڻي سج جي گرمي مان ٻنجن ٿا پر انهن جون حقيقتون هڪ ٻئي کان جدا آهن.
ماهيتن ۽ خاصيتن جي بيان کي ڇڏي ڏي. مرد ۽ عورت جو قصو وري ٻڌاءِ ڇاڪاڻ ته اها ڳالهه ختم ٿيڻي نه آهي.

**بدويءَ جو پنهنجي محبوبه جي ڳالهه تي راضي ٿي وڃڻ ۽ قسم کڻڻ ته ان رضامنديءَ مان سندس مقصد ڪا آزمائش نه آهي.**

مرد گفت اکنوں گذشتم از خلاف
حکم داری تیغ برکش از غلاف

ترجمو: ”مرد چيو ته هاڻي آئون اختلاف کان باز آيس، توکي حڪم ڏيڻ جو حق آهي. تلوار مياڻ مان ڪڍي وٺ.“
مطلب ته مون اختلاف ختم ڪيو. توکي حڪم ڏيڻ جو اختيار آهي. تلوار هلائين ته منهنجو ڪنڌ حاضر آهي. آئون تنهنجي وجود ۾ فنا ٿي ويندس، ڇاڪاڻ ته آئون عاشق آهيان ۽ عاشق محبت ۾ انڌو ۽ ٻوڙو هوندو آهي. عورت چيو ته تون مون سان ڀلائي جو ارادو ڪري رهيو آهين يا چالاڪيءَ سان منهنجا راز کولين؟ مرد چيو ته الله تعالىٰ دلين جا راز ڄاڻڻ وارو آهي، جنهن آدم عليه السلام کي مٽيءَ مان پيدا فرمايو ۽ پنهنجي نالن جي تعليم ذريعي ان کي علم بخشيائين. اُن علم جي تعليم سان فرشتا مدهوش ٿي ويا. ملائڪن الله پاڪ جي پاڪائي بيان ڪئي ۽ چوڻ لڳا ته سُبۡحَانَكَ لَا عِلۡمَ لَنَاۤ اِلَّا مَا عَلَّمۡتَنَا ”اي خدا! تنهنجي ذات پاڪ آهي. اسان کي اُن کان سواءِ ڪجهه معلوم نه آهي جيڪو تو اسان کي سيکاريو آهي.“ جيڪا معلومات ملائڪن کي حضرت آدم عليه السلام کان حاصل ٿي اها آسمانن کان حاصل نه ٿي. اسماءِ الاهي جي تعليم ڪانپوءِ آدم عليه السلام جي وسعتن جي آسمانن ۾ گنجائش ٿي نه هئي. حديث قدسي آهي ته لَا يَسَعُنِيۡ اَرۡضِيۡ وَلَا سَمَائِيۡ وَلٰكِنۡ يَسَعُنِيۡ قَلۡبُ عَبۡدِي الۡمُؤۡمِنِ ”مون کي نه منهنجي زمين سمائي سگهي ٿي نه منهنجو آسمان. ها، منهنجي مومن ٻانهي جي دل سمائي سگهي ٿي.“ قرآن پاڪ ۾ آهي ته فَادۡخُلِيۡ فِيۡ عِبٰدِيۡ ۝ وَادۡخُلِيۡ جَنَّتِيۡ ۝ (الفجر: ٢٩-٣٠) پوءِ داخل ٿي وڃ اسان جي ٻانهن ۾ ۽ داخل ٿي وڃ اسان جي جنت ۾.“ بزرگ رومي رحمه الله هن آيت جو مطلب هي ورتو آهي ته مومن جي دل ۾ سمائجي ڪري ديدار جي جنت ۾ پهچي وڃ. يعني قلب مومن ۾ الله جي رويت ميسر اچي سگهي ٿي. آدم عليه السلام جو جسم ته خاڪي آهي پر اُن ۾ نور علم آسماني آهي. الله تعالىٰ ملائڪن کي زمين مان منتقل ٿيڻ جو حڪم ڏنو ته ملائڪن کي اهو حڪم ناگوار لڳو. ملائڪن اهو چوڻ شروع ڪيو ته تون زمين ۾ اسان جي جاءِ تي انسانن کي وسائڻ چاهين ٿو جيڪي زمين ۾ فتنو ۽ فساد برپا ڪندا. اسين ته روءِ زمين تي تنهنجي تسبيح ۽ تهليل ڪريون ٿا. تون انسانن کي آباد ڪندين ته اهي تسبيح ۽ تهليل (لا اله الا الله چوڻ) بجاءِ فتنو ۽ فساد برپا ڪندا. الله تعالىٰ دلين جي رازن کي ڄاڻندڙ آهي. الله تعالىٰ ملائڪن کي فرمايو ته توهانجي زبان ۾ آواز اسان ٻڌڻ چاهيون ٿا. حديث قدسي ۾ آهي ته اِنَّ رَحۡمَتِيۡ سَبَقَتۡ غَضَبِيۡ ”منهنجي رحمت منهنجي ڪاوڙ کان اڳيان آهي. اهو هن لاءِ ٿيو ته ملائڪ اعتراض ڪن ۽ آئون گرفت نه ڪريان ۽ منهنجي علم جو ثبوت ٿي وڃي ۽ انهن جي لاءِ انڪار جو موقعو نه رهي. سوين مائرن ۽ پيئرن جي بردباري الله جي بردباريءَ جي اڳيان هيچ در هيچ آهي. سمنڊ جي مقابلي ۾ ڦِڄي بي حقيقت شيءِ هوندي آهي.

زال، مڙس کي چيو ھو تہ تنهنجو اظهار محبت امتحان جي لاءِ آھي يا حقيقت تي مبني آھي؟ انجي جواب ۾ مڙس چيو تہ منهنجيون ڳالھيون محبت تي مبني آھن، امتحاني ۽ آزمائش نہ آھن. ڇا ڪريان منهنجي وس ۾ ڪهڙي تدبير آھي، غور ڪر تہ آئون ڪهڙي ڪم جو آھيان ھاڻي جڏھن تون روزي ڪمائڻ لاءِ چوين ٿي تہ ٻڌاءِ تہ ڪهڙي طرح ڪمايان؟

**عورت جو پنهنجي مڙس جي لاءِ روزي طلب ڪرڻ جو رستو متعين ڪرڻ**

گفت زن نک آفتابے تافت ست

عالمے زو روشنائی یافت ست

ترجمو: "عورت چيو تہ ھيءُ سج چمڪيو آھي ۽ دنيا ان مان روشني ماڻي آھي."

الله جي خليفي جي ڪري بغداد جو شهر بهار جي موسم جهڙو آھي (بغداد عراق جو مشهور شهر آھي. اصل ۾ ان جو نالو باغ داد ھو، ان باغ ۾ ويهي ڪري نوشيروان انصاف ڪندو ھو) جيڪڏھن تون ان بادشاھ سان وابستہ ٿي ويندين تہ بادشاھ بنجي ويندين. بادشاھن جي نظر ڪيميا ڪان وڌيڪ آھي. حضور ﷺ جي نگاھ سان ابوبڪر ؓ صديق بنجي ويو، حضرت ابوبڪر صديق ؓ معراج واري واقعي جي تصديق ڪئي. صديق حضرت ابوبڪر ؓ جو لقب آھي جنهن جي معنيٰ آھي زياده تصديق ڪرڻ وارو، گهڻو سچ ڳالھائڻ وارو.

مڙس زال کي چيو تہ ذريعي ڪان سواءِ اُن وٽ ڪيئن وڃان؟ مون کي ڪا تدبير يا تعلق ڳولڻ گهرجي، جيئن مجنون ڪنهن کان ٻڌو تہ ليليٰ بيمار آھي. تڏھن چوڻ لڳو تہ افسوس بهاني ڪان سواءِ ڪيئن وڃان؟ مزاج پرسيءَ ڪان رهجي ويس تہ منهنجو ڪهڙو حال ٿيندو؟ ڪاش آئون طبيب ھجان ھا تہ ليليٰ وٽ شوق سان وڃان ھا. قُلْ تَعَالَوْا (الانعام:١٥١) قرآن پاڪ جي آيت آھي تہ "اي نبي ﷺ چئو تہ ھليا اچو." الله تعاليٰ "ھليا اچو!" فرمائي ڪري بغير حيلي جي وڃڻ ۾ جيڪو شرم ھو ان کي ٽوڙي ڇڏيو آھي. زال چيو تہ جڏھن شاہِ ڪرم ميدان ۾ نڪرندو آھي تڏھن بي سرو ساماني ڪاميابيءَ جو ذريعو بنجي ويندي آھي. ڇاڪاڻ تہ ساز و سامان ۾ انانيت آھي جنهن سان محرومي ٿيندي آھي. بي سرو ساماني ۾ عاجزيءَ سان سوال ۾ ڪاميابي ٿيندي آھي. مطلب تہ ايترو خلوص ٿي وڃي جو تحفي جي ضرورت نہ رھي. صدق ۽ اخلاص جي ڪا علامت ھجڻ گهرجي. بزرگ رومي ؒ فرمائي ٿو تہ خدا جي اڳيان وڃڻ جي لاءِ بہ اخلاص جي شاھديءَ جي ضرورت آھي. جيڪڏھن دل ۾ اخلاص نہ ھوندو تہ خالي ظاھري گفتگوءَ سان ڪم ڪونہ ھلندو. مڙس چيو تہ باطني گواھ جي ضرورت آھي. سچائي اُن جي حال جي گواھ ھجڻ گهرجي تان تہ اُن جو نور ان جي گفتگوءَ ڪان سواءِ چمڪي وڃي.

**بدويءَ جو جهنگ مان پلُر جو مَٽ هديي طور بغداد ۾ خليفي وٽ کڻي وڃڻ ۽ خليفي سمجهيو تہ اُتي پاڻيءَ جي اڻاٺ آھي:**

گفت زن صدق آں بود کز بود خویش

پاک بر خیزی تو از مجهودِ خویش

ترجمو: "عورت چيو تہ سچائي ھيءَ آھي تہ پنهنجي وجود کان پنهنجي ڪوشش سان بلڪل جدا ٿي وڃ."

مطلب تہ عورت مڙس کي چيو تہ پنهنجي هستي ۽ جدوجهد سان لڳڻ ئي سچائي آھي. اسان جي دلي ۾ پلُر (مينهن جو پاڻي) آھي، اھو کڻ ۽ تحفو ڪري بادشاھ وٽ وڃ. جهڙي طرح بدوي پنهنجي دلي جو پاڻي کڻي شاھ بغداد جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ جي لاءِ ھليو، اسان کي بہ پنهنجي بدن جو مَٽ دربار خداوندي ۾ پيش ڪرڻ گهرجي. بادشاھ کي چئو تہ اسان وٽ جهنگ ۾ ھن کان سواءِ ٻيو سنو ڪو پاڻي ناھي. بادشاھ وٽ موتي ۽ خزانا ھوندا پر ھهڙو پاڻي

ڪونہ هوندو. قرآن پاڪ ۾ آهي اِنَّ اللّٰهَ اشْتَرٰى مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ اَنْفُسَهُمْ وَ اَمْوَالَهُمْ بِاَنَّ لَهُمُ الْجَنَّةَ (التوبہ:١١١)ترجمو: خدا مومنن کان انهن جون جانيون ۽ مال جنت جي عيوض ۾ خريد ڪري ٿو. بدن جي مٽ ۾ پنج حواس پنجن نلڪين جيان آهن. انهن حواسن جي ذريعي اندر گندگي نہ پهچڻ گهرجي.

حديث شريف ۾ آهي تہ الله جا اخلاق پاڻ اندر پيدا ڪريو. بدوي کي گهمنڊ هو تہ اهڙو تحفو ڪنهن کي ميسر نہ آيو هوندو ۽ عجيب تحفو يقيناً بادشاهہ جي لائق آهي. بدوي کي اها خبر ڪونہ هئي تہ عراق شهر جو مشهور درياءَ دجلہ بغداد جي وچان وهي ٿو، جنهن جي ٻنهين ڪنارن تي بغداد جو شهر آباد آهي، جتي پاڻيءَ ٻيڙيون ۽ مڇيون جهلڻ وارن جي ڪوٺ ئي ناهي. قرآن پاڪ ۾ جنت جي باري ۾ فرمايو ويو آهي، تہ تَجْرِىْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ (التوبہ: ٧٢) يعني ان جي هيٺان نهرون جاري آهن. اهڙي طرح اسان جي معلومات ۽ احساسات ان سمنڊ جو هڪ قطرو آهن. طلب ڪر ۽ مشاهدو ڪر ۽ حاصل ڪر تہ ڪهڙي ذات آهي جنهن وٽ لوح محفوظ آهي. مطلب تہ علومِ الاهي جو طالب ٿيءُ! اهي توکي خدا کان حاصل ٿيندا.

**عورت جو گهڙي کي ڪپڙي ۾ بند ڪري سبڻ ۽ ان تي مهر لڳائڻ:**

مرد گفت آرے سَبُو سربند

ہیں کہ ایں ہدیہ است ما را سودمند

ترجمو: ”مرد چيو: ها، ٺيڪ آهي، دِلي جو منهن بند ڪريون ٿا. يقيناً اهو تحفو اسان جي لاءِ مفيد آهي.“

هن تحفي سان اسان جي روزي ڪشادي ٿي ويندي. بدوي کي هيءَ غلط فهمي هن ڪري هئي تہ ماڻهو جهنگ ۾ عام طور تي کسارو ۽ ڪارو پاڻي پي ڪري بيمار رهندا آهن ۽ ڪمزور ٿي ويندا آهن. اهو ماڻهو جنهن مِٺو پاڻي نہ پيتو هجي تہ ان کي فرات جي پاڻي جو ڪهڙو قدر هوندو. سالڪ کي صحو، سڪر ۽ انسان جون روحاني ڪيفيتون پيش اينديون آهن. ٻارن کي حروف تهجيءَ جي ابجد جي حقيقتن جو ڪو علم نہ آهي. اهي صرف رٽيندا آهن. انهن کي معلوم ناهي تہ انهن جي ترتيب سان عددن جي ذريعي تاريخون ڪڍيون وينديون آهن. هي بہ خبر ناهي تہ اهي صرف تعويذات ۽ طلسمات ۾ ڪم ايندا آهن ۽ ٻارن کي اها بہ ڄاڻ ناهي تہ انهن حرفن سان اسماء باري تعالىٰ ٺهندا آهن، جن جو اثر اڻ ڪٿ آهي. انهن ٻارن کي هي بہ خبر ناهي تہ انهن حرفن کي ملائي جيڪي اٺ ڪلما بنايا ويا آهن انهن ۾ حضرت آدم عليہ السلام جي واقعن جي پوري تاريخ آهي.

مطلب تہ مائيءَ گهڙو ڪٽي ڪپڙي ۾ ويڙهيو. زال مڙس جي لاءِ دعا گهري تہ اي خدا هن گهڙي کي سلامت رکجان، بادشاهہ جي خدمت ۾ اسان جو تحفو قبول پوي. موتيءَ جا هزارين دشمن هوندا آهن. موتي ڇا آهي؟ موتي حوض ڪوثر جو پاڻي آهي. موتي ان پاڻي جي ڦڙن مان ٺهندا آهن. مرد پاڻي کڻي انعام حاصل ڪرڻ جي نيت سان دارالخلافہ بغداد ۾ پهتو، جتي ماڻهن جا هجوم هئا. بادشاهہ جي سخاوت کي گدا ائين تلاش ڪري رهيا هئا جهڙي طرح پينو بخشش ۽ عطا کي تلاش ڪندا وتندا آهن. سخين جي سخاوت جو وجود ۽ ظهور فقراء جي وجود سازن آهي، انهيءَ ڪري سخي پنهنجيءَ سخاوت جي لاءِ فقراءَ جا محتاج آهن جيئن توبہ جو وجود توبہ ڪرڻ وارن جي لاءِ آهي.

**صبر: گدا جو ڪمال، سخيءَ جو عيب**

جود محتاج ست و خواہد طالبے

ہمچنانکہ توبہ خواہد تائبے

ترجمو: ”سخاوت ضرورتمند آهي ۽ ڪو طلبگار چاهيندي آهي، جهڙي طرح توبہ، توبہ ڪرڻ واري کي چاهيندي آهي.“

سخاوت فقيرن ۽ ڪمزورن ڪي ائين تلاش ڪندي آهي جيئن سهڻا آرسي ڪي ڳوليندا آهن. حسينن جو چهرو آرسي سان حسين بنبو آهي. خبردار! ڦوڪ ڏيڻ آئيني جي چهري جي بربادي آهي. سورت والضحىٰ ۾ حضور ﷺ کي چيو ويو آهي ته وَ اَمَّا السَّآئِلَ فَلَا تَنْهَرْ (يونس:٩٣) "۽ سائل کي نه جهڙڪ!" هڪ سخيءَ جي سخاوت کي منگتو ظاهر ڪندو آهي. ٻيو قسم سخيءَ جو هي آهي ته سائل کي گهرڻ کان سواءِ ٻيٽو ڏي. فقيرن جو هڪ قسم اهو آهي جيڪو صبر ڪندو آهي ۽ ڪنهن جي اڳيان دست سوال دراز نه ڪندو آهي. اهي الله جي صفت جود جا مظهر آهن. ڪي فقير اهڙا آهن جو الله انهن جي دل کي غني ڪري ڇڏيو آهي اهي جود مطلق آهن. جيڪي الله جي سخا واري صفت اختيار ڪري چڪا آهن. ٽئين قسم جا فقير اهي آهن جيڪي دستِ سوال دراز ڪن ٿا. اهي الله جي دروازي تي نه آهن. اهي دروازي جي پردي جو نقش آهن جيڪو دروازي کان ٻاهر هوندو آهي.

### الله جي منگتي/ پياسي ۽ خدا کان بي نياز ۽ غير جي گهوري ۾ فرق

*ليک درويشے کہ او تشنہ خداست*

*ہست دائم از خدایش کار راست*

ترجمو: "الله تعاليٰ جو پياسو آهي ان جي پياسي فقير جا ڪم سائين سنواريندو آهي."

جيڪو فقير غير جو پياسو آهي اهو ذليل ۽ بيوقوف آهي. اهڙي فقير جي اڳيان معرفتِ خداوندي جا نڪتا بيان ڪرڻ بيڪار آهن. اهو مڇي مانيءَ جو فقير آهي. ان جي اڳيان علوم معرفت خداوندي جو طبق رکڻ فضول آهي. اهو گهريلو پکي آهي، هوا جو سيمرغ نه آهي. سيمرغ هڪ فرضي پکي آهي جنهن ۾ ٽيهن رنگن جا ڪنب هڏايا ويا آهن) اهو فقير لذيذ کاڌن جو شوقين آهي سچو عاشق ناهي. اهو وهم جي تصوير جو عاشق آهي. هن ڳالهه جو بيان تفصيل چاهي ٿو پر آئون ڪمزور عقلن جي ڪري وڌيڪ تفصيل نٿو بيان ڪريان. هر پکي جي خوراڪ انجير نه آهي.

مڇيءَ جي تصوير جي لاءِ درياءَ ۽ خشڪي برابر آهن. جيئن ته اها اصلي نه آهي انهيءَ ڪري اها پنهنجي اصلي حياتيءَ جي ڳولائو نه آهي. تصوف جي نام نهاد دعويدارن ۽ ٺوڳين جو اهوئي حال آهي. هندستان جا رهاڪو جيڪي عام طور تي ڪارا هوندا آهن، انهن جي لاءِ صابڻ ۽ ڦٽڪي برابر آهي، انهن جي ڪاراڻ ختم نه ويندي. تصوير ۾ جيڪي ڪيفيتون ظاهر ڪيون وينديون آهن اهي حقيقت کان پري هونديون آهن. خالي صورت رنج ۽ غم جي هوندي آهي. حقيقت غير موجود هوندي آهي. الله وارن تي جيڪا قبض ۽ بسط جي ڪيفيت طاري ٿيندي آهي. ان جي مقابلي ۾ عام انسانن جو غم ۽ خوشيءَ گهٽ ۽ هيچ آهي. اهو ظاهري غم ۽ خوشي هن لاءِ آهي ته اهو انسان اهل الله جي غم ۽ خوشيءَ ڏانهن رهنمائي حاصل ڪري.

هي دنيا جنهن ۾ خالي نقشا آهن، حقيقت کان خالي آهي. دنيا حمام وانگر آهي. حمام جو اهو درجو آهي جتي ڪپڙا لاٿا ويندا آهن. بزرگ رومي رحمة الله عليه هنن شعرن ۾ تنبيهه ڪئي آهي ته انسان ظاهر کان ٿيندو حقيقت تائين پهچي سگهي ٿو. ڪپڙن مان مراد بدن جا آثار ۽ خصوصيتون آهن. جيستائين انسان انهن کي ترڪ نه ڪندو، حقيقت تائين نه پهچي سگهندو. مطلب هيءُ ٿيو ته جسماني تقاضائن کان خالي ٿي ڪري حقيقت جي حمام ۾ داخل ٿيڻ گهرجي. ڳجهه ۽ عجيب راز جي بيان سان آئون وري بدوي جي قصي ڏانهن موٽان ٿو.

### بدويءَ جي اعزاز لاءِ خليفي جي دربانن ۽ نقيبن جو اڳتي وڌي سندس هديي کي قبول ڪرڻ:

*آں عرابی از بےابانِ بعید*

*بر درِ دارالخلافہ چوں رسید*

ترجمو: "اهو بدوي پرانهين جهنگ مان ٿيندو جڏهن دارالحڪومت جي دروازي تي پُهتو"

تڏهن دربانن آڇيان طور بدويءَ تي گلاب ڇٽڪاريو ۽ گفتگوءَ کان سواءِ ان جي ضرورت کي سمجهيائون. نقيب ۽ دربان چوڻ لڳا تہ عرب جا سردار، تون ڪٿان آيو آهين؟ تنهنجو ڪهڙو حال آهي؟ بدويءَ چيو تہ آئون سردار تڏهن آهيان جيڪڏهن مون کي ذريعہ معاش ڏيو، پر جيڪڏهن نظر انداز ڪري ڇڏيو تہ بي حقيقت آهيان. توهان جي چهرن تي سرداريءَ جا نشان آهن. توهان جو شان ۽ شوڪت جعفري سون کان وڌيڪ خوش نما آهي (جعفر هيڊي رنگ جو هڪ گُل آهي ۽ هڪ ڪيمياگر جو نالو بہ آهي ۽ جعفر برمڪي بني عباس جو مشهور وزير پڻ هو) حديث شريف ۾ آهي تہ اِتَّقُوا مِنْ فِرَاسَةِ الْمُؤْمِنِ فَاِنَّه، يَنْظُرُبِنُوْرِ اللهِ تعالىٰ ترجمو: ”مومن جي فراست کان ڊڄندا رهو ڇاڪاڻ تہ اهو الله جي نور سان ڏسندو آهي.“

آئون مسافر آهيان، مهربانيءَ جي اميد تي آيو آهيان. انسان ڪڏهن ڪنهن معمولي مقصد جو ارادو ڪندو آهي پر ڪيس هڪ اعليٰ مقصد حاصل ٿي ويندو آهي. هيٺ مولانا مختلف واقعا پيش ڪري ان مضمون کي بيان فرمايو آهي. هڪڙو شخص مانيءَ لاءِ نانوائيءَ ڏانهن ڊوڙيو. جڏهن نانوائيءَ جو حسن ڏٺائين تہ جان ڏيئي ڇڏيائين. هڪ شخص تفريح لاءِ باغ ۾ ويو. باغبان جو حسن اُن جي تفريح جو سبب بنجي ويو. اهو بہ مسافر هو جنهن ڪنعان جي کوهہ ۾ پاڻيءَ جي لاءِ ڏول وڌو ۽ اُتي حضرت يوسف عليه السلام کي ڏسي ورتائين. حضرت موسيٰ عليه السلام ڪوهِ طور تي باهہ ڪٽڻ جي لاءِ ويو هو پر اُتي ڪيس رب جي تجليءَ جو مشاهدو ٿي ويو. حضرت عيسيٰ عليه السلام دشمن جي چنبي مان نڪرڻ جي لاءِ ٽپ ڏنو تہ اتان کان چوٿين آسمان تي پهچي ويو. حضرت عيسيٰ عليه السلام جو چوٿين آسمان تي هجڻ عوام جو خيال آهي، حضرت عيسيٰ عليه السلام ٻئي آسمان تي آهي. حضرت آدم عليه السلام ڪڻڪ کاڌي ۽ اها ئي هِن جو سبب بڻي جو حضرت آدم عليه السلام جي نسل مان سوين انبياءَ ۽ رسول پيدا ٿيا. باز داڻي خوريءَ جي ارادي سان ڄار ۾ ڦاسي ٿو ۽ اهوئي اُن جي عروج جو سبب ٿئي ٿو، جو ڪيس بادشاهہ جي هٿ تي وهڻ نصيب ٿئي ٿو. پيءُ ٻار کي معمولي جهرڪي جي لالچ ڏيئي ڪري اسڪول موڪليندو آهي ۽ ٻار ان جي ڪري صدر ٿي نڪرندو آهي. حضور ﷺ جو چاچو عباس رضي الله عنه مخالفت جي ڪري ميدان ۾ آيو، اُتي گرفتار ٿي مسلمان ٿيو ۽ ان جي نسل کي خلافت ملي. حضرت عبدالله ابن عباس رضي الله عنه جو اولاد ست اٺ سؤ سالن تائين بغداد ۾ خلافت تي متمڪن رهيو. حضرت عمر رضي الله عنه ابوجهل وغيره سان حضور ﷺ کي قتل ڪرڻ جو وعدو ڪيو هو، پر اهو ساڳيو مسلمانن جو امير المومنين بڻيو. حضرت عمر رضي الله عنه ابتداء ۾ خليفہ رسول الله چورائيندو هو، پوءِ امير المومنين جو لقب پئجي ويو. بيڪار جهنگ ۾ ڪو شخص گهميو پئي تہ اوچتو بي خبريءَ ۾ سندس پير خزاني تي پئجي ويو. اُڃايل درياءَ تي آيو تہ اُن ۾ چنڊ جو عڪس ڏٺائين. مطلب تہ انسان ڪنهن وقت معمولي شيءِ جو ارادو ڪندو آهي ۽ اُن کي اعليٰ شيءِ حاصل ٿي ويندي آهي. مون کي مانيءَ جي طلب بادشاهہ وٽ آندو، ڪڻڪ حضرت آدم عليه السلام کي جنت مان ڪڍيو. ملائڪ وانگر آئون ماني ۽ پاڻيءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ويو آهيان. آئون هن آسمان جهڙي در جو بغير ڪنهن غرض جي طواف ڪريان ٿو.

### دنيا جي عاشق جو مثال

بے غرض نبود بگردش در جهاں
غیر جسم و غیر جانِ عاشقاں

ترجمو: ”عاشقن جي جسم ۽ جان کان سواءِ دنيا ۾ گردش بي غرض ڪونہ هوندي آهي.“

عاشق محبت جي تقاضا سان ڪم ڪندو آهي، ان جي ڪا غرض ڪونہ هوندي آهي. مخلوق جو عاشق ائين آهي جيئن مخلوق ڪنهن مخلوق تي عاشق ٿئي. سيئي ممڪنات فنا ٿي ڪري ذاتِ احديت ۾ ملي ويندا آهن. باقي جيڪو ٻڌنڙ آهي ان لاءِ ڪک بہ سهارو هوندو آهي. انسان جيڪو بہ ڪم ڪري بلند همتيءَ سان ڪري. معشوق

جڏهن پنهنجي مالڪ سان وڃي ملندو، تڏهن اهو عاشق عاجز ۾ محروم رهجي ويندو، انهيءَ ڪري مخلوق سان عشق بيوقوفي آهي، خالق سان عشق ڪرڻ گهرجي. جز ڪل جو عين آهي، پوءِ جُز تي عاشق ٿيڻ ڪل تي عاشق ٿيڻ آهي. جيڪڏهن جز جو ڪل سان بلڪل اتصال هجي ته رسولن کي موڪلڻ بيڪار هجي ها. ڇاڪاڻ ته رسولن جي بعثت جو مقصد مخلوق کي خالق سان ملائڻ آهي. اي ڇوڪرا! هن ڳالهه جو خاتمو ناهي ڇاڪاڻ ته اها گهڻو ڪشش رکي ٿي. اي منتظر! بدوي جي حال جو تفصيل ٻڌاءِ! ڏينهن ٻي وقت ٿي ويو، ڪهاڻي ختم ڪر.

**بدويءَ جو پنهنجي تحفي کي خليفي جي نوڪرن حوالي ڪرڻ ۾ تفصيل**

با نقیباں حالِ خود را آں عرب

چوں بگفت او دید هنگام طلب

ترجمو: ”بدوي پنهنجي حالت جڏهن نقيبن سان بيان ڪئي ۾ سوال جو موقعو ڏٺو.“

تڏهن پاڻيءَ جو دِلو پيش ڪيائين ۾ چيائين ته بادشاهه لاءِ هي تحفو ڪٺي وڃو. مينهن جو پَلر پاڻي ڪوري مَٽ ۾ ڪٺي آيو آهيان. نوڪر کِلي رهيا هئا پر تحفو قبول ڪيائون ڇاڪاڻ ته بادشاهه جي سُني عادت نوڪرن تي سٺو اثر ڇڏيو هو. عربيءَ ۾ مشهور چوڻي آهي ته: اَلنَّاسُ عَلٰى دِيْنِ مُلُوْكِهِمْ: معنيٰ ”جهڙو راجا تهڙي پرجا“. روح جيئن ته سڄي بدن تي حڪمراني ڪري ٿو انهيءَ ڪري ان کي شهنشاهه چيو اٿس ۾ جيئن ته اهو هن جهان جي شيءِ نه آهي انهيءَ ڪري ان کي دنيا جي اعتبار سان ٻي وطن چيو اٿس. روح کي بدن سان اها ئي نسبت آهي جيڪا بادشاهه کي رعيت سان آهي. جهڙي طرح رعيت بادشاهه جا اوصاف قبول ڪندي آهي ۾ عضوا روح جي اثرن کان متاثر ٿيندا آهن. اهڙي طرح شاگرد استاد جون وصفون نقل ڪندا آهن. مختلف علمن جا اثر مختلف آهن. علم اصول اهو علم آهي جنهن ۾ ڪنهن علم جا ڪلي قاعدا بيان ڪيا ويا هجن. جيئن علم اصول فقه. اهڙي علم جي ڄاڻو عالم کي اصولي سڏبو آهي. فقه اهو علم آهي جنهن ۾ شريعت جا عملي احڪام بيان ڪيا وڃن، اهڙي علم جي ڄاڻو عالم کي فقيه چئبو. بيان اهو علم آهي جنهن ۾ هڪ معنيٰ کي مختلف انداز سان بيان ڪرڻ ٻُڌايو ويندو آهي. علم نحو جي ماهر کي نحوي سڏبو آهي. علم جي انهن قسمن مان آخرت جو ساز و سامان علم فقر ئي آهي.

**ملاح سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ سوار نحوي عالم جو قصو**

آں یکے نحوی بہ کشتی در نشست

رو بکشتیباں نہاد آں خود پرست

ترجمو: ”هڪ نحوي عالم ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو، هو غرور وچان ملاح سان مخاطب ٿيو.“

ملاح کي چوڻ لڳو: تو نحو (گرامر) پڙهيو آهي؟ ملاح وراڻيو: نه. جنهن تي نحويءَ پنهنجي علميت جو رعب وجهندي چيو ته تنهنجي اڌ عمر برباد ٿي وئي.اهڙي ٽوڪ ملاح کي ڏکارو ڪري ڇڏيو پر هو خاموش رهيو، اوچتو تيز هوا جي ڪري ٻيڙي ڪُن ۾ وڃي ڦاٿي. تڏهن ملاح نحويءَ کي چيو: تون ڪجهه ترڻ ڄاڻين ٿو؟ نحويءَ چيو ته نه. جنهن تي ملاح وراڻيو: تنهنجي ته سڄي عمر برباد ٿي وئي، هِتي ترڻ جو علم هجڻ گهرجي. انهن شعرن مان مولانا روميءَ رحمه الله جو مقصد هي آهي ته جهڙي طرح سمنڊ ۾ جان بچائڻ جي لاءِ ترڻ جي خبر هئڻ گهرجي ۾ علم نحو بيڪار آهي، اهڙي طرح بحر طريقت ۾ فقط فنائيت ڪم ڏيندي. پنهنجي جسمي خصلتن کي فنا ڪريو، تڏهن نجات ملندي. مثل انسان پاڻيءَ جي سطح تي اچي ويندو آهي، گهرائپ وارو اندر هوندو آهي. جيڪو شخص رسمي علمن جي بنياد تي ٻين کي بيوقوف سمجهي ٿو اهو خوداٽڃاڻ ۾ هوندو.

مون هتي نحويءَ جو قصو هن لاءِ نقل ڪيو آهي تہ توهان کي فنا جو طريقو سيکاريان. رسمي علمن تي ناز ڪرڻ اسان جي حماقت ۽ بي وقوفي آهي. اسان جي علم جي علومِ خداوندي جي مقابلي ۾ اهائي حيثيت آهي جيڪا مَٽ واري پاڻيءَ جي دجلہ نديءَ جي آڏو هئي. بدوي دجلہ کان واقف نہ هو انهيءَ ڪري هڪ مَٽُ پاڻيءَ جو کڻي ڪري بغداد هليو. جيڪڏهن اهو دجلہ کان واقف هجي ها تہ ڪڏهن بہ بادشاهہ جي خدمت ۾ بغداد وٺي ڪري هڪ مٽ پاڻيءَ جو پيش نہ ڪري ها. اهڙي طرح جيڪڏهن اسين الله جي علم جي درياءَ کان واقف ٿي وڃون تہ پنهنجي مختصر علم جون ننڍڙيون سانداريون پيش ڪرڻ جي جرئت نہ ڪريون. اهو شرم ۽ ذلت سان ڀريل مَٽڪو پٿر تي هڻي ڇڏ، علومِ معرفت حاصل ڪر.

**ان هديي کان پوري بي نيازي جي باوجود خليفي طرفان هديو قبولي بخشش ڪرڻ:**

*چوں خلیفہ دید وا حوالش شُنید*

*آں سبو را پرزِ زر کرد و مزید*

ترجمو: "جڏهن خليفي ڪيس ڏٺو ۽ حال احوال، ان مٽڪي کي اشرفين سان ڀري ڇڏيائين بلڪ اجا وڌيڪ نوازيائينس."

بادشاهہ بدويءَ کي فاقي کان نجات ڏياري ۽ اُنکي بخشش ۽ خلعت سان نوازيائين. بادشاهہ نقيبن کي حڪم ڏنو تہ هن کي دِلو اشرفين سان ڀري ڏيو ۽ هن کي دجلہ ڏانهن وٺي وڃو، ڇاڪاڻ تہ اهو رستو سفر لاءِ آسان آهي. لطف سان دولت بہ ملي ويئي ۽ دجلہ جو سير بہ ٿي ويندو! بدوي جڏهن ٻيڙيءَ ۾ ويٺو تہ حيا جي ڪري سندس ڪنڌ هيٺ هو.

پٽڙا! هن سڄي دنيا کي مَٽ سمجهہ، جيڪو لطف ۽ خوبين سان ڪنارن تائين ڀريل آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ كُنْتُ كَنْزًا مَخْفِيًّا فَاَحْبَبْتُ اَنْ اُعْرَفَ "آئون هڪ لڪل خزانو هئس، مون چاهيو تہ آئون سڃاتو وڃان." يعني ڪائنات جي پيدائش معرفتِ خداوندي جي لاءِ آهي. انسان کي الله تعاليٰ پنهنجي صفتن سان موصوف بنايو آهي. جن ماڻهن تي علمِ باري جي حقيقت منڪشف ٿي ويئي آهي اُنهن پنهنجي حقير علم کي خيرباد چئي ڇڏيو آهي. مقامِ فنا ۾ پهچي ڪري انسان کي ڪمال حاصل ٿيندو آهي. مقامِ فنا ۾ پهچي ڪري رڳ رڳ ۽ نس نس ۾ محبت جو نور سرايت ڪري ويندو آهي ۽ هر جُز رقص ۽ حال ۾ هوندو آهي ۽ ڪمال ذاتي بہ فنا ڪونہ ٿيندو آهي. ان مقام تي پهچي انسان کي نہ پنهنجي بدن جو هوش رهندو آهي ۽ نہ پنهنجي ذاتي ڪمالات جو. جيڪڏهن تون علومِ الاهي جو طالب آهين تہ ڪوشش ڪر تہ خدا تنهنجي مدد ڪندو. جيئن تہ تو عالمِ سِفليءَ کي پنهنجي خوراڪ بنايو آهي انهيءَ ڪري تون علومِ عالمِ کان محروم ٿي ويو آهين. انساني خوراڪ سڀ مِٽيءَ جي پيداوار آهي، اُن جي گهٽائي اُن کي مِٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيندي آهي. انسان جڏهن بُکيو هوندو آهي تڏهن اُن ۾ درندگي اچي ويندي آهي. گهٽو کائڻ انسان ۾ مُردگي پيدا ڪندو آهي، انهيءَ ڪري شِڪمِ سيري ۽ انتهائي بُک ٻئي نقصانڪار آهن. اهڙين ٻنهي حالتن ۾ سلوڪ جو رستو طئي ڪيئن ٿيندو؟ تون بہ بي نوائي اختيار ڪندين تہ دربارِ خداوندي ۾ جلد پهچي ويندين. بدوي ۽ خليفي جي قصي مان اُنهن احساناتِ الاهيہ ڏانهن اشارو آهي، جيڪي هر وقت ٻانهن تي ٿيندا رهندا آهن. اسين تہ عشقِ الاهي ۾ مبتلا آهيون. اسان جي قصن ۽ ڪهاڻين مان بہ عشق جي مضمونن جي بوءِ اچي ٿي. عارف جيڪڏهن فقہ جو مسئلو بہ بيان ڪري ٿو تہ جيئن تہ مقصد ان جو رضاءِ الاهي هوندو آهي، انهيءَ ڪري اهو علم فقہ ۽ تصوف بنجي ويندو آهي. بظاهر ان جو نامناسب ڪلام بہ عين دين هوندو آهي. عارف ڪامل جا سيئي ڪم جيئن تہ عشق تي مبني هوندا آهن. انهيءَ ڪري اهي صحيح آهن. اهلِ عرفان جا بظاهر بُرا ڪلما بہ باطن ۾ مفيد هوندا آهن ۽ اعتبار باطن جو آهي ظاهر جو نہ آهي. ڪنڊ جي مانيءَ جو ظاهر ماني آهي پر باطن ڪنڊ آهي.اهڙي طرح بُت جو ظاهر بُرو آهي پر باطن سون آهي، انهيءَ ڪري مومن اُن کي ڪٽي وٺندو. عارفن جي ڳالهہ بظاهر جيڪڏهن ناگوار بہ آهي تہ اُن جي ڪري

حقيقت کان ڪناره ڪش نہ ٿيءَ، انهيءَ ڪري بزرگن جي ظاهر الفاظ کان درگذر ڪري معنيٰ تائين پهچ، ڇاڪاڻ تہ اعتبار باطن جو آهي ظاهر جو نہ آهي. عاشق جو تعلق جيئن تہ ذاتِ خداوندي سان آهي جيڪا ازلي ۽ ابدي آهي، انهيءَ ڪري اُن جي معاملي جي نہ ابتدا آهي ۽ نہ انتها، جيڪڏهن قطري کي درياءَ کان ڌار ڪريو تہ اُن جي انتها آهي ۽ ابتدا بہ آهي ۽ جيڪڏهن ڌار نہ ڪريو تہ قطري جي پنهنجي نہ ابتدا آهي نہ انتها آهي. اهوئي حال عاشق جي احوالن جو آهي.

بدوي ۽ ان جي زال جو قصو حقيقت ۾ خود اسان جو قصو آهي. عاشق رضا ۽ تسليم جي ڪري انجام کان بہ بي خبر هوندو آهي. بدوي، مٽ ۽ بادشاهہ جي عطا جو قصو جيڪو اسان نقل ڪيو آهي اهو اسان جي ۽ الله جي معاملي جو هڪ مثال آهي. اسين اهي عبادتون ۽ تحفا پيش ڪريون ٿا جن جي الله وٽ ڪا ڪمي نہ آهي. الله پوءِ بہ قبول فرمائي ٿو. انهن ڳالهين جو اهو انڪار ڪندو جيڪو الله جو تڙيل هوندو. عقل کي بمنزلہ مڙس جي سمجهو. نفس ۽ انساني طبيعت کي بمنزلہ عورت جي سمجهو ۽ ٻنهين جي ڳالهہ ٻولهہ کي عقل ۽ نفس جي ڳالهہ ٻولهہ سمجهو. باطني دولت هڪ حقيقت آهي پر طبيعتون مختلف آهن، انهيءَ ڪري ڪجهہ طبيعتون انڪار ڪن ٿيون ۽ ڪجهہ اقرار ڪن ٿيون. اسين بار بار رب العزت کي ڪُل سان ۽ انسانن کي جُز سان تعبير ڪندا آيا آهيون پر ان مان مراد حقيقي جزئيت ۽ ڪُليت نہ آهي. الله تعاليٰ جي ذات اجزاء کان آجي ۽ پاڪ آهي ۽ اها نسبت بہ مراد نہ آهي جيڪا خوشبوءِ ۽ گُل ۾ آهي، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ حادث صفات کان پاڪ آهي. جُز ۽ ڪل مان هتي مراد تابع ۽ متبوع آهي. مون جيڪا نسبت بيان ڪئي اُن ۾ بہ اعتراض آهن پر جيڪڏهن طرح طرح جي اعتراض ۽ جوابن جي پويان لڳندس تہ پوءِ حقيقتون بيان نہ ڪري سگهندس. صبر ڪر ڇاڪاڻ تہ صبر سان ذوق ۽ وجدان پيدا ٿيندو جنهن سان اعتراض حل ٿي ويندا. وسوسن کان بچڻ ضروري آهي. وسوسا طريقت جي راهہ جا دريندا آهن. اصل دوا ڪان بہ وڌيڪ ضرورت پرهيز جي آهي. جيڪڏهن ائين ڪبو پوءِ روح ۾ اهڙي طاقت پيدا ٿي ويندي جنهن سان سيئي اعتراض رفع ٿي ويندا. جُلاب واپرايو وڃي بدپرهيزي جي ڪري. اهو هضم بہ ٿي وڃي تہ نوان مرض پيدا ٿيندا. تصوف جا مسئلا سمجهڻ جي قابليت پيدا ڪريو پوءِ توهان جو مرتبو ڪائنات کان بلند ٿي ويندو. جيئن تہ انسان باوجود انسان هجڻ جي مختلف المزاج آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪن جي طبيعتن ۾ اعتراض پيدا ٿيندا آهن. انسانن جي طبيعتن جو اختلاف ائين آهي جيئن حروف تهجي ۾ اختلاف آهي. حالانڪ سڀ حروف تهجي ئي تہ آهن. جيئن ڪي جُملا هوندا آهن. جملو تہ هڪ ئي آهي. مذاق ۾ اُن جي معنيٰ ٻي آهي ۽ جڏهن حقيقت طور تي ڳالهايو وڃي تہ ٻي معنيٰ هوندي آهي. اختلاف جي اسباب کي سمجهڻ کان وڌيڪ ضروري آهي تہ ان اختلاف جي نتيجن تي غور ڪيو وڃي جيڪي قيامت ۾ ظاهر ٿيندا. جيڪي ماڻهو شڪ شبهن کان پنهنجا مُنهن ڪارا ڪري گهمن، محشر جي ڏينهن انهن جي گهٽي رسوائي ٿيندي. معارف الاهيہ سان جن جا چهرا منور نہ هوندا اهي مُنهن لڪائيندا. جنهن ڪنڌي ۾ گل جي هڪ پتي بہ نہ هجي اهو بهار جي موسم ۾ وڌيڪ خوار ٿيندو آهي. جڏهن تہ ٻيا ڪنڌن وارا وڻ گلن سان سڄي ويندا آهن. جيڪو شخص نيڪ عملن سان سينگاريل هوندو قيامت جي ڏينهن اهو نهايت خوش هوندو. بدعمل ٻين کي بہ بدعمل ڏسڻ جو خواهشمند هوندو. بدعمل چاهيندو تہ پڇاڙي جو وقت نہ اچي تان تہ سُٺي ۽ بري جي تميز نہ ٿي سگهي. شيخ ڪامل ان جي بد اعمال کي ڄاڻي ٿو. بدعمل کي گهرجي تہ ان شيخ جي اڳيان پنهنجا مخفي احوال بيان ڪري اصلاح ڪرائي تان تہ قيامت جي ڏينهن بيشمار مجمع ان جي عيبن کي ڏسي نہ سگهي. شيخ ڪامل خود هڪ عالم آهي، ٻيا نيڪ ماڻهو ان جا اجزاءَ آهن. شيخ ڪامل جيتوڻيڪ هڪ شخص آهي پر مڪمل هڪ جهان آهي. اهو چنڊ آهي ٻيا ستارا آهن. حقيقتِ انساني کي تندرست رکڻ جو ان وٽ نسخو هوندو آهي. ڪائنات پنهنجي فاني هجڻ جي ڪري قيامت جو پيغام ڏئي رهي آهي تان تہ جيئن زرهہ جا مٽڪا چمڪن ٿا اهڙي طرح ڪليون چمڪي وڃن ۽ ميوو اچي وڃي. اهو بهار جو پيغام ان لاءِ آهي. مڪڙين جا پن ڇڻڻ جي ڪري اندران ڦل ظاهر ٿيندا آهن. روح جو جسم ڪان تعلق منقطع

ٽيڻ تي ان جا آثار اجا طاقتور ٿي ويندا آهن پوءِ قيامت ۾ اُهي آثار خوب ظاهري ٿيندا. مُکڙي گل جي اچڻ جو پيغام ڏيندي آهي. مانيءَ جا پور جيستائين گراهه نٿا ٻڻجن تيستائين اهي بدن کي طاقت نٿا پهچائن. انگور نٽڻ ڦاٽڻ کانپوءِ شراب ٻڻبو آهي. اهڙي طرح هريڙ جا فائدا تڏهن آهن جڏهن ان کي ڪُٽي دوائن ۾ مِلايو وڃي. اهڙي طرح رياضت ۽ مجاهدي سان بدن کي جيستائين پائمال نه ڪندا تيستائين فائدو حاصل ڪري سگهندا.

**اصل پير جي تعريف ۽ اُن جي تابعداريءَ جو بيان:**

هن ڪان پهريان چيو هئائين ته رياضت ضروري آهي، هاڻي ٻڌائي ٿو ته رياضت پير جي رهنمائيءَ ۾ هجڻ گهرجي.

اے ضیاء الحق حسام الدین بگیر

یک دو کاغذ بر فزاد وصفِ پیر

ترجمو: "اي ضياء الحق حسام الدين وٺ، پير جي بيان ۾ هڪ ٻه ڪاغذ ٻيا به لکي ڇڏ."

ضياء الحق بزرگ روميءَ ؒ جو خاص مريد آهي جنهن جي فرمائش تي مثنويءَ جي تڪميل هن طرح ٿي جو مولانا چوندو هو ۽ هو لکندو ويندو هو.

رياضت جي ڪري تنهنجو جسم ڪمزور آهي پر تو ڪانسواءِ ڪم نٿو هلي، انهي ڪري تو کي تڪليف ڏيڻي پوي ٿي. ضياء الحق مريد آهي پر مولانا ان جي محبت ۾ اهڙا الفاظ ادا ڪندو آهي جيڪي پير جي لاءِ ڳالهايا ويندا آهن. پير پوڙهي کي چوندا آهن. بزرگي جيئن ته گهڻو ڪري پيريءَ ۾ ايندي آهي، انهي ڪري پير ۽ شيخ بزرگ جي معنيٰ ۾ ڳالهايو وڃڻ لڳو. مولانا فرمايو ته ضياءُ الحق عمر جي اعتبار سان پير نه آهي جوان آهي پر بزرگيءَ جي اعتبار سان پير آهي. پيري پيغمبري جو پرتو آهي ۽ حضور ﷺ فرمايو آهي ته آئون اُن وقت پيغمبر هوس جڏهن حضرت آدم عليه السلام جو صرف پتلو ٺهيو هو. پير جي پوڙهائپ ڪمزوري جو دليل نه آهي پر پراڻي شراب وانگر ان جي روحاني قوت اجا تيز ٿي ويندي آهي. توکان وڏيڪ عقلمند پير ڪانسواءِ گمراهه ٿيا آهن. قرآن مجيد ۾ گهڻين قومن جا قصا مذڪور آهن جن کي شيطان گمراهه ڪيو. انهن هلاڪ ٿيلن مان عبرت حاصل ڪريو. انهن جو رستو اختيار نه ڪريو. شَاوِرُوْهُنَّ "انهن عورتن سان مشورو ڪريو"، اها صحيح حديث نه آهي البته طَاعَةُ النِّسَاءِ نَدَامَةٌ "عورت جي اطاعت ندامت جو سبب آهي"، صحيح حديث آهي. جيئن عورت جي اطاعت ندامت جو سبب آهي. تيئن نفس جي اطاعت به ندامت جو سبب آهي. قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي ته وَلَا تَتَّبِعِ الْهَوٰى فَيُضِلَّكَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ (ص:٢٦) "۽ نفساني خواهش جي تابعداري نه ڪر، ورنه اهي توکي الله جي رستي کان ڀٽڪائي ڇڏينديون." عارف ڪامل راهنما هوندو آهي. ۽ سندس رهنمائي ضروري آهي. مجبوري جي صورت ۾ به نفس جي خواهش جي خلاف عمل ڪندو رهڻ گهرجي.

گفت پیغبر علیؓ را کاے علیؓ

شیر حقی پہلوانی پُر ولی

ترجمو: "حضرت علي رضي الله عنه کي پيغمبر ﷺ فرمايو ته اي علي! تون الله جو شير، بهادر ۽ دلير آهين."

پر بهادريءَ تي ڀروسو نه ڪر، تون پنهنجي عقل ۽ محبت جي ذريعي الله جو قرب حاصل ڪر. اهڙي عاقل مرد جي پاڇي ۾ اچ، جنهن کي هٽائڻ وارو نه هجي، اُن جي ذريعي تقرب حاصل ڪر ۽ اُن کان منهن نه موڙ، ڇاڪاڻ ته اهو ڪنڊن کي گل ٺاهيندو آهي ۽ بي نور کي نوراني بنائيندو آهي. شيخ ڪامل جو پاڇو پوري جهان تي هوندو آهي. مطلب ته مردِ عارف دستگيري ڪندو آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام جڏهن خضر عليه السلام کان تعليم حاصل ڪرڻ لڳو تڏهن

بلڪل اُن جي حڪم جي تابع بنجي ويو. جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام کان صبر نہ ٿيو تڏهن حضرت خضر عليه السلام اُن کي چيو تہ هاڻي جُدا ٿي وڃ. ان چوڻ کان اڳ ۾ حضرت خضر عليه السلام اُن ٻيڙيءَ ۾ سوراخ ڪيو جنهن ۾ سوار ٿيو هو ۽ معصوم ٻار کي ماريائين. شجر رضوان جي هيٺان جڏهن حضور صلي الله عليه وسلم صحابين جي هٿ تي هٿ رکي بيعت ڪئي هئي اُن جي باري ۾ قرآن مجيد ۾ آهي تہ اهو نبيءَ جو هٿ ڪونہ هو پر الله جو هٿ انهن جي هٿن تي هو. حضرت خضر عليه السلام جنهن ٻار کي ماريو هو، اهو اُن جو موت ڪونہ هو پر اُن جي جاودان حياتي هئي. شيخ ڪامل کان سواءِ ڪنهن کي مشڪل سان ڪو مرتبو حاصل ٿيو هجي. جيڪڏهن ڪنهن کي ٿيو آهي تہ اهو بہ حقيقت ۾ ڪنهن بزرگ جي روح جو تصرف آهي. الله واري جو هٿ حقيقت ۾ الله جو هٿ آهي. شيخ جو فيض جيتوڻيڪ غائبانہ بہ پهچندو آهي پر جنهن کي قرب حاصل ٿيندو آهي اهو يقينا بهتر آهي. جيڪي ماڻهو شاهي دربار جا حاضر باش هوندا آهن اهي يقيناً انهن کان ڀلا هوندا آهن جيڪي دربار تائين نٿا پهچي سگهن. جن کي شيخ جي صحبت نصيب ٿيندي آهي اهي اهلِ ڪشف هوندا آهن. جيڪي ماڻهو مجلس کان غير حاضر آهن انهن کي علومِ الاهي جو ڪشف حاصل نٿو ٿئي. شيخ جي هر ڳالهہ کي تسليم ڪرڻ ضروري آهي پوءِ اها ڳالهہ گوارا هجي يا ڀلي ناگوار لڳي. مجاهدن جي تڪليفن برداشت ڪرڻ کان سواءِ دل جو آئينو صاف ڪونہ ٿيندو آهي.

## هڪڙي قزويني جو ڪنڌ تي چِٽ نهرائڻ ۽ سئيءَ جي زخم جي ڪري شرمندو ٿيڻ

این حکایت بشنو از صاحب بیاں

در طریقِ و عادتِ قزوینیاں

ترجمو: ”بيان ڪرڻ واري کان قزوينين جي طور طريقي جي باري ۾ هيءُ قصو ٻُڌ!“

قزوين عراق جي هڪ شهر جو نالو آهي. قزوين جا ماڻهو جسم جي هٿن ۽ ڪنڌ تي شينهن جون تصويرون ڏينيوڙيون هڻائيندا آهن. اهي تصويرون سئيءَ سان ٺاهيون آهن. هڪڙو قزويني حجام وٽ ويو تہ مزدوري وٺ ۽ منهنجي ڪنڌ تي شينهن جي تصوير ٺاهہ! منهنجو طالع بہ برج اسد آهي جنهن جي معنيٰ شينهن آهي. حجام چيو تہ تصوير ڪٿي بنايان؟ چيائين تہ ڪنڌ تي ٺاهہ تہ جيئن شينهن وانگر رزم ۽ بزم ۾ مضبوط هجان. حجام سئي هڻڻ شروع ڪئي تہ همراهہ کي تڪليف ٿيڻ لڳي. پهلوان روئڻ لڳو تہ ڪهڙي تصوير ٺاهين ٿو؟ مون کي ماري رهيو آهين؟ حجام چيو تہ تو شينهن ٺاهڻ لاءِ چيو آهي. پهلوان چيو، ڪهڙو عضوو ٺاهڻ شروع ڪيو اٿئي؟ حجام چيو تہ پُڇ ٺاهيان پيو. پهلوان چيو تہ پُڇ ڇڏي ڏي چو: پُڇ، منهنجو ساهہ گهٽي ڇڏيو آهي، اهو شينهن پُڇ کان سواءِ صحيح آهي. حجام ٻي جاءِ تي سئي هڻڻ شروع ڪئي تہ همراهہ دانهن ڪري پڇيو: هاڻي ڪهڙو عضوو ٺاهين ٿو؟ حجام چيو: ڪن ٺاهيان پيو. پهلوان چيو: ڪن کي ڇڏي ڏي، اهو شينهن ڪنن کان سواءِ بہ صحيح آهي. وري حجام ٻي جاءِ تي سئي چڀائڻ لڳو تہ قزوينيءَ شور مچايو تہ اتي ڪهڙو عضوو آهي؟ حجام چيو تہ اهو شينهن جو پيٽ آهي. قزوينيءَ جواب ڏنو تہ شينهن جو پيٽ نہ هجي تہ ڪهڙو فرق ٿو پوي! شينهن کي پيٽ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ سور گهڻاءِ زخم گهٽ ڪر. حجام حيران رهجي ويو، ڏندين آڱريون اچي ويس سئي ڪٽي پٽ تي اُڇلايائين ۽ چوڻ لڳو تہ پڇ، پيٽ ۽ مٿي کان سواءِ ڪنهن شينهن ڏٺو آهي. اهڙو شينهن تہ خدا پيدا ئي نہ ڪيو آهي.

جڏهن تو ۾ سئي سهڻ جي طاقت نہ آهي تہ پوءِ شينهن بڻجڻ جي ڳالهہ ئي نہ ڪر. اي ڀاءُ! سئي جي سور تي صبر ڪر، تان تہ تون پنهنجي بي دين نفس جي ڏنگ کان ڇوٽڪارو لهين. قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي تہ سَخَّرَ لَكُمْ مَّافِي السَّمٰوٰتِ وَمَافِي الْاَرْضِ (الجاثيہ:١٣) الله توهان جي تابع بنايو آهي انهن شين کي جيڪي آسمانن ۾ آهن ۽ زمين ۾ آهن.“ قرآن پاڪ ۾ اصحاب ڪهف جي قصي ۾ فرمايو ويو آهي تہ ”جڏهن سج نڪري ٿو تہ ساڄي پاسي کان بچاءُ ڪري

نڪري ٿو ۽ جڏهن لهي ٿو تہ ڪابي پاسي کان ڪنارو ڪري وڃي ٿو.“ (الڪهف:١٨) مطلب تہ سج جي تپش ۽ گرمي انهن کي نٿي پهچي پر اصحابِ ڪهف غار ۾ سُتا پيا هئا. جيڪي ماڻهو ذاتِ واحد ۾ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري ڇڏين ٿا انهن جي لاءِ ڪنڊا بہ گُل بڻجي ويندا آهن. توحيد اهائي آهي تہ ذاتِ احد ۾ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري ڇڏ. جيڪڏهن تون منور ٿيڻ چاهين ٿو تہ پنهنجي ذات کي فنا ڪري ڇڏ، پنهنجي هستيءَ کي خدا جي هستيءَ ۾ ڳاري ڇڏ. آئون ۽ اسان کي تو مضبوط پڪڙيو آهي، ٻن وجودن جي ڪري اها سڄي خرابي آهي.

**بگهڙ ۽ لومڙيءَ جو شينهن سان گڏ شڪار تي وڃڻ:**

هن قصي مان مقصد هي آهي تہ بگهڙ شينهن جي مقابلي ۾ انانيت اختيار ڪئي ۽ ٻيائي کي ختم نہ ڪيو تہ خود بہ فنا ٿي ويو. انهيءَ ڪري انسان جو ڇوٽڪارو ۽ نجات بہ ٻيائي ختم ڪرڻ ۾ آهي.

شیر و گرگ و روبہ بہر شکار

رفتہ بودند از طلب در کوہسار

ترجمو: ”شينهن ۽ بگهڙ ۽ لومڙيءَ شڪار جي لاءِ ڳولا ڪندي جبلن ۾ وڃي پهتا.“

جيئن هڪ ٻئي جي مدد سان عمدو شڪار ڪن ڇاڪاڻ تہ يَدُ اللهِ عَلَى الْجَمَاعَةِ ”جماعت تي ا· جو هٿ هوندو آهي. انهن مثالن جو مقصد هي آهي تہ ڪامل جيڪڏهن ناقصن کي پاڻ سان گڏ ڪٽن ٿا تہ اُن سان ناقصن کي مغرور ٿيڻ نہ گهرجي بلڪ شڪرگذار هجڻ گهرجي جو اهي پنهنجو نقصان ڪري انهن جو پلو ڪري رهيا آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ ”اي پيغمبر صلى الله عليه وسلم جنگ جي باري ۾ انهن کان مشورو وٺ، جڏهن توهان پڪو ارادو ڪري وٺو تہ پوءِ خدا تي ڀروسو ڪريو.“ (آل عمران:١٥٩) جَوَ کي اها شرافت سون سان گڏ هجڻ جي ڪري حاصل ٿي آهي جيئن جسم کي روح سان گڏ رهڻ جي ڪري. جَوَ کي سون سان گڏ تُرڻ جي ڪري هيءُ نہ سمجهڻ گهرجي تہ ڪيس ڪا ذاتي فضيلت حاصل ٿي ويئي آهي. مطلب تہ جسم کي روح جي معيت مان فائدو پهتو. اهڙي طرح ڪامل سان گڏ رهڻ مان نعمتون حاصل ٿين ٿيون.

اهي ٽيئي جبل ڏانهن روانا ٿيا. ٽنهين جهنگلي ڳئون، ڇيلو ۽ ٿُلهو سهو شڪار ڪيو. شڪار ڪٺي واپس جهنگ ۾ پُهتا. اُن وقت لومڙي ۽ بگهڙ خواهش ظاهر ڪئي تہ انصاف سان شڪار تقسيم ٿئي. شينهن سندن ارادي کي سمجهي ويو. اهڙي طرح ناقص طالب کي ڪامل عارف جي متعلق دل ۾ وسوسا نہ آڻڻ گهرجن، ورنہ هو انهن کي ڄاڻي وٺندو. عارف پنهنجي طالب جي خيالن کي سمجهي ويندو آهي انهيءَ ڪري اُن جي مجلس ۾ برا خيال دل ۾ نہ آڻڻ گهرجن. طالب ڄاڻندو آهي پر ظاهر ڪونہ ڪندو آهي جيئن شينهن ظاهر نہ ڪيو. شينهن چوڻ لڳو تہ منهنجي راءِ تي توهان کي اعتماد نہ آهي پر توهان پنهنجو پاڻ کي حصي دار سمجهو ٿا. توهان جي راءِ ۽ توهان جو وجود منهنجي راءِ جي تابع آهي. توهان جو وجود دنيا جي لاءِ عار جو سبب آهي. منهنجو خيال توهان کي سزا ڏيڻ جو آهي تان تہ توهانجي سزا ٻين جي لاءِ عبرت جو سبب بڻجي. دنيا جي دولت بہ بظاهر تہ نعمت آهي پر مصيبت جو سبب آهي، انهي ڪري ان کي الله جي راه ۾ رڪاوٽ سمجهو. جيڪڏهن فقر اختيار ڪندؤ تہ هن زهر کان بچي ويندؤ.

**شينهن جو بگهڙ کي آزمائڻ ۽ چوڻ تہ هن شڪار کي تقسيم ڪر**

گفت شیر اے گرگ ایں را بخش کن

معدلت را نو کن اے گرگِ کہن

ترجمو: ”شينهن چيو تہ اي بگهڙ هن کي تقسيم ڪر، اي جهونا بگهڙ! انصاف جي رسم کي تازو ڪر.“

شينهن چيو: تون منهنجو قائم مقام ٿي، آئون ڏسان تو ۾ ڪهڙو جوهر آهي؟ ٻگهڙ چيو: تون وڏو آهين انهيءَ ڪري جهنگلي ڳئون تنهنجو حصو آهي. ٻڪري منهنجي آهي ۽ سهو لومڙيءَ لاءِ آهي. شينهن ڪاوڙجي پيو ۽ چوڻ لڳو ته منهنجي موجودگيءَ ۾ ڪهڙي بڪواس ٿو ڪرين؟ تون پاڻ کي وڏو ٿو سمجهين. هيڏانهن اچ ته تنهنجي خبر وٺان. ٻگهڙ آيو. شينهن چنبو هڻي ٻگهڙ جو پيٽ ڦاڙي وڌو ۽ سزا ۾ ٻگهڙ جي کل لاهي ورتي. شينهن چوڻ لڳو ته توکي منهنجي ديدار مان نفعو نه ٿيو، فنا نه ٿئين، هاڻي تنهنجو مرڻ بهتر آهي. آئون ڪڏهن رحم کان ڪم وٺندو آهيان ڪڏهن رحم ڪرم تي انصاف کي ترجيح ڏيندو آهيان ۽ جيڪا انصاف جي تقاضا هوندي آهي اهائي ڪندو آهيان. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي ته "الله تعاليٰ جي پاڪ ذات کانسواءِ هر شيءِ فنا ٿيڻ واري آهي."(العنڪبوت:٨٨) جيڪو شخص پنهنجي ذات کي ذاتِ باري ۾ فنا ڪندو اُهو ئي بچندو، ورنه هلاڪ ٿي ويندو. ڇاڪاڻ ته فقط ان جي ذات فنا کان بچندي. ان جي ذات هلاڪت کان مستثنيٰ آهي.

اُن شخص جو قصو جنهن دوست جي در تي بيهي ڪيس سڏيو. دوست اندران پڇيو: ڪير آهي؟ تڏهن هُن چيو: "آئون" آهيان. دوست جواب ڏنو ته جي تون آهين ته آئون دروازو نه کوليندس، ڇاڪاڻ ته آئون ان کي دوست نٿو سمجهان جيڪو پنهنجي پاڻ کي آئون چوي!

آں يکے آمد درِ يارے بزد
گفت يارش کيستی کيں در مزد

ترجمو: "هڪ شخص دوست جو در اچي کڙڪايو. اندران ان دوست پڇيو: تون ڪير آهين جو دروازو ٿو کڙڪائين."

هُن چيو ته "آئون" آهيان. دوست ڪيس وراڻيو: واپس موٽي وڃ، ملاقات جو وقت نه آهي. ان جي دروازي تي ٻيائي ختم ٿيڻ گهرجي ورنه هلاڪت ٿيندي. اهو شخص پنهنجي وجود جو دوست آهي ۽ دوستيءَ ۾ ڪچو آهي. هن پنهنجي وجود کي دوست جي وجود کان جدا سمجهيو. نيٺ اُهو دوست شرمندو ٿي ويو ۽ رياضت ۽ مجاهدي سان اُن ٻيائي کي ختم ڪيائين، پوءِ ٻيو دفعو واپس دوست جي دروازي تي آيو.

**وڏي عرصي بعد ٻيهر دوست جي در تي موٽي اچڻ**

رفت آں مسکين و سالے در سفر
در فراقِ دوست سوزيد از شرر

ترجمو: "اهو ويچارو هليو ويو ۽ هڪ سال تائين سفر ۾ دوست جي جدائيءَ جي آگ ۾ سڙندو رهيو."

جڏهن واپس موٽيو تڏهن پُڇڻ تي چيائين: دروازي تي "تون" ئي آهين. آئون پنهنجي وجود کي ختم ڪري چڪو آهيان ۽ ٻيائي مِٽائي چڪو آهيان. هاڻي "تون" "آئون" هڪ ٿي ويو آهي ۽ ٻيائي ختم ٿي وئي آهي. همراهه سال کانپوءِ موٽيو هو، دروازي تي آواز ڏنائين. دوست پُڇيو ته دروازي تي ڪير آهي؟ همراهه وراڻيو: دروازي تي تون آهين. دوست چيو ته هاڻي اندر هليو اچ، ٻيائي واري گنجائش نه رهي آهي. هن سِرين وارو ڌاڳو سئيءَ جي پاڪڙي ۾ ڪونه ايندو آهي، جڏهن ٻنهين ڌاڳن کي ملائي هڪ ڪبو آهي تڏهن سئي ۾ پوندا آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي ته، "ڪافر اوستائين جنت ۾ نه ويندا جيستائين ڌاڳي سُئيءَ جي پاڪڙي ۾ داخل نه ٿي وڃي." (الاعراف:٤٠) ٿُلهو نفس رياضتن جي ذريعي ئي ڪمزور بنائي سگهجي ٿو، تڏهن اهو سلوڪ جي تنگ ۽ سوڙهن مقامن تان گذري سگهي ٿو. نفسِ کي ڪنهن قابل بنائڻ جي لاءِ دستِ قدرت جي ئي ضرورت آهي. جنهن جي لاءِ هر ناممڪن به مُمڪن آهي. حضرتِ حق جو "ڪُن" جو حڪم هر محال ۽ ناممڪن کي موجود ڪري ڇڏيندو آهي. مرده کان به وڌيڪ مرده هجي ته به ڪلمه

"ڪُن" سان موجود ٿي ويندو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِيْ شَاْنٍ ﴿٢٩﴾ (الرحمٰن:٢٩) هر ڏينهن اهو ڪنهن ڪم ۾ آهي. ہين ڪمن ڪان علاوہ ٽي لشڪر هي بہ روانا ڪندو آهي: هڪ لشڪر پيءُ جي پُٺِ مان ماءُ جي رحم ڏانهن ويندو آهي، ٻيو لشڪر ماءُ جي رحم مان دنيا ڏانهن ويندو آهي. ٽيون لشڪر دنيا مان موت ڏانهن سُٺا ۽ بُرا عمل ڏسڻ لاءِ ويندو آهي. انهن ٽنهين لشڪرن ڪان سواءِ هڪ طاقت آهي جيڪا الله جي طرفان انساني بدن ۾ پيدا ڪئي ويندي آهي، جنهن جي ڪري انسان جماع تي قادر ٿيندو آهي. سوره مدثر ۾ آهي تہ وَ مَا يَعْلَمُ جُنُوْدَ رَبِّكَ اِلَّا هُوَ ؕ وَ مَا هِيَ اِلَّا ذِكْرٰى لِلْبَشَرِ ﴿٣١﴾ (المدثر:٣١-٣٢) "پروردگار جي لشڪرن کي سواءِ پروردگار جي ڪوبہ نٿو ڄاڻي." اهي انسانن جي لاءِ عبرت آهن. اهي ڳالهيون پيون ٿينديون.. ہن پاڪباز ۽ پاڪ دوستن جو قصو ٻڌ!

**سنئين راهہ تي اچڻ بعد دوست جو دوست کي گهرائڻ:**

گفت یارش کاندر آ اے جملہ من
نے مخالف چوں گل و خارِ چمن

ترجمو: "دوست ڪيس چيو تہ اي منهنجي ڪُل ڪائنات! اندر اچ، هاڻي اسين باغ جي گُل ۽ ڪنڊي وانگر مخالف نہ آهيون."

اگ ۾ يڪتائي جو بيان هو، هاڻي سمجهائي ٿو تہ يڪتائي مان ہن وجودن جو هڪ هجڻ مراد نہ آهي پر عمل جي يڪسانيت مراد آهي. جانورن جا پير متعدد آهن ڪم هڪ آهي. قينچيءَ جون ڌارون بہ آهن عمل هڪ آهي. بہ ڏوہي ڪم ڪن ٿا تہ پر ڪم هڪ آهي. هر نبي ۽ هر ڪامل عارف جو هڪ الڳ رستو آهي پر الله تعالىٰ تائين پهچڻ واري منزل سيني جي ساڳي آهي.

**ٻڌڻ وارن جي بي توجهي جي ڪري ڳالهہ کان منهن موڙڻ:**

چونکہ جمع مستمع را خواب بُرد
سنگہائے آسیا را آب بُرد

ترجمو: "جيئن تہ ٻڌڻ وارن جي ٽولي کي ننڊ اچي ويئي آهي، الله تعالىٰ چڪيءَ جي پُڙن کي هلائڻ وارو پاڻي بند ڪري ڇڏيو."

بزرگ روميءَ کي مثنوي جي املاء ڪرائڻ ۾ ڪجهہ انقباض ٿيو جنهن جو سبب ٻڌڻ وارن جي غفلت هئي. اسرار خداوندي جي اصل جڳهہ دل آهي. اي خدا! اسان کي اهو مقام عطا فرماءِ، جتي الهام ٿئي. عام طور تي غم جو سبب هيءُ هوندو آهي جو واقعي جي پوري حڪمت منڪشف نہ هوندي آهي. عالم مثال ۾ عالمِ غيب جي اعتبار سان روح کي انڪشافِ تام حاصل نٿو ٿئي، انهيءَ ڪري روح کي رنج پهچندو آهي. عالمِ شهود عالمِ مثال جي اعتبار سان تنگ آهي، انهيءَ ڪري غم ۾ چنڊ جهڙا چهرا هلال (پهرين تاريخ جي چنڊ) جهڙا بنجي ويندا آهن. عالمِ ناسوت جي تنگي اُن جي مادي هجڻ جي ڪري آهي. مادي هجڻ جي ڪري اهو معدوم ۽ مرڪب بنجي ويو آهي. عالمِ غيب ۾ پهچڻ ڪانپوءِ توحيد جو پورو انڪشاف ٿيندو آهي. لفظ "ڪُن" پهريان ڪلام نفسي هو، جيڪو حرفن ۽ آواز ڪان پاڪ هو، پوءِ ڪلام لفظي بنجي ويو. هيءَ ڳالهہ ڪٽڻي نہ آهي، واپس موٽ، جهنگ ۾ بگهڙ جو ڪهڙو حال ٿيو!

**بگهڙ کي اُن جي بي ادبيءَ تي شينهن طرفان سزا ڏيڻ:**

گرگ را برکند سر آں سرفراز
تا نماند دوسری و امتیاز

ترجمو: "اُن معزز شينهن بگهڙ جو ڪنڌ ٻجي ڇڏيو تان تہ ٻيٽي سرداري ۽ اختيار نہ رهي."

قرآن پاڪ ۾ فرعون جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ فَانْتَقَمْنَا مِنْهُمْ (الاعراف:١٣٦) ”پوءِ اسان انهن کان بدلو ورتو.“ بگهڙ ڪانپوءِ شينهن لومڙيءَ کي مخاطب ٿيو ۽ چيائين تہ ڪاڏي لاءِ هن کي ورهاءِ. لومڙيءَ پهريان ڪيس سجدو ڪيو ۽ پوءِ چوڻ لڳي تہ ٿُلهي ڳئون توهان جو ناشتو آهي، ٻن ٻهرن جي يخني لاءِ ٻڪري آهي، باقي سهو رات جي لاءِ آهي. شينهن چيو تہ اي لومڙي! تو انصاف کي روشن ڪيو آهي، اهڙي قسم جي تقسيم تو ڪٿان سکي آهي؟ لومڙيءَ چيو تہ دنيا جا بادشاهہ! بگهڙ سان ٿيل حشر مان سِکي اٿم، ٻئي جي انجام کي ڏسي ڪري عبرت حاصل ڪرڻ گهرجي. شينهن چيو تہ تو اسان جي ڪري ائين ڪيو، تنهن ڪري اِن جي انعام طور هاڻي ٽيئي ڪٽي وڃ، تون هاڻي لومڙي نہ، شينهن آهين. هن قصي جي منشا هيءَ آهي تہ جيڪو پنهنجو پاڻ کي ذاتِ حق ۾ فنا ڪندو اهو نجات پائيندو ۽ انسان کي گهرجي تہ ٻين کان عبرت حاصل ڪري. لومڙي هن ڳالهہ تي شڪر گذار ٿي تہ شينهن ڪيس پهريان ورچ ڪرڻ لاءِ نہ چيو، ورنہ اها بگهڙ جي انجام مان عبرت حاصل نہ ڪري سگهي ها.

**آخر زماني ۾ پيدا ٿيڻ وارن جي فضيلت جو بيان**

پس سپاس او را کہ مارا در جهان
کرد پیدا از پس پیشینیان

ترجمو: ”اُن خدا جو شڪر آهي جو هُن، دنيا ۾ اسان کي اڳين ڪانپوءِ پيدا فرمايو آهي.“

اڳين امتن جون سزائون اسان ٻُڌي ورتيون. حضور عليه السلام پنهنجي امت کي اهڙي امت قرار ڏنو آهي جنهن تي خدا جي رحمت آهي ۽ الله تعاليٰ اسان کي ٻين امتن ڪانپوءِ پيدا ڪيو آهي تان تہ عبرت حاصل ڪريون. قرآن پاڪ بار بار فرمايو آهي تہ پهرين قومن جي مُنڪرن کان عبرت حاصل ڪريو. فرعون ۽ عاد جون قومون الله تعاليٰ جي عذاب سان هلاڪ ٿيون، انهيءَ ڪري انسان کي گهرجي تہ انهن قومن جي انجام مان سبق وٺي.

**حضرت نوح عليه السلام جو قوم کي ڊيڄارڻ تہ مون سان نہ اُلجهو، آئون خدا جو نقاب آهيان، توهان مون سان نہ، خدا سان اُلجهي رهيا آهيو:**

هن قصي جو خلاصو هي آهي تہ فنائيت کان پوءِ ذات احد سان عمل ۾ ايتري قدر وحدت ٿي ويندي آهي جو انساني فعل ا· ڏانهن منسوب ٿي ويندو آهي.

گفت نوحؑ اندر نصیحت قوم را
در پزیرید از خدا آخر عطا

ترجمو: ”حضرت نوح عليه السلام نصيحت ڪندي قوم کي چيو تہ خدا جي عطا کي قبول ڪريو.“

اي سرڪشو! غور ڪريو. آئون فنا ٿي چڪو آهيان، هاڻي منهنجي بقا الله جي ذريعي آهي ۽ مونکي ابدي زندگي ملي ويئي آهي. حضرت نوح عليه السلام جي هڪ جسم ۾ لکين شينهن هئا ڇاڪاڻ تہ حضرت نوح عليه السلام ”تون“ ۽ ”آئون“ کان ڪناره ڪش ٿي ويو هو. قرآن پاڪ ۾ هڪ معذب قوم جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ فَانْتَقَمْنَا مِنْهُمْ (الاعراف:١٣٦) ”جڏهن انهن نافرماني ڪئي تہ اسان انهن کان بدلو ورتو.“ هڪ انسان جي مخالفت تعاليٰ جي مخالفت آهي، ان جي وضاحت تمام نازڪ مسئلو آهي ڇاڪاڻ تہ جڏهن هڪ ٻانهون فنا في الله ٿي ويندو آهي تہ اهو صفاتِ رب جو حامل ٿي ويندو آهي. فنائيت حاصل ڪرڻ جو طريقو رياضت ۽ مجاهدو آهي جنهن ۾ قِلتِ خوراڪ بہ ضروري آهي. جڏهن توهان صفاتِ نفسانيہ کان پاڪ ٿي ويندؤ تڏهن توهان کي معيت حاصل ٿيندي. جيڪو الله تي ڀروسو ڪندو آهي اهو توڪل جي ذريعي نعمتن جو مستحق بنجي ويندو آهي. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو تہ خَلَقَ لَكُمْ مَّا فِي

الۡاَرۡضِ جَمِيۡعًا (العنکبوت:٢) ”اي انسانو! توهان جي لاءِ پيدا ڪيو ويو جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهي. وسوسن ڪي دل ۾ جاءِ نہ ڏيندڙ شخص جي دل تي اسرارِ غيبي جو نزول ٿيڻ لڳندو آهي، انهيءَ ڪري اهو هين جي دل جي وسوسن ڪي چاٽي ونندو آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ اَلۡمُؤۡمِنُ مِرۡاٰةُ الۡمُؤۡمِن ”هڪ مومن ٻئي مومن جو آئينو آهي يعني مومن ڪامل جي قلب تي ٻئي مومن جي وسوسن جو عڪس پوندو آهي“، پوءِ اهو سُڻي ۽ بُرن خيالن ۾ فرق ڪري ونندو آهي.

**بادشاهن جو صوفين ڪي پنهنجي سامهون وهارڻ تان تہ سندن اکيون روشن ٿي وڃن:**

بادشاہاں را چُنیں عادت بود
ایں شنیدہ باشی اریادت بُود

ترجمو: ”بادشاهن جي اها عادت هوندي آهي، تو اهو ٻڌو هوندو جيڪڏهن توکي ياد هجي.“

بادشاهن جي کاٻي پاسي فوجي آفيسر بيٺل هوندو آهي ڇاڪاڻ تہ انسان جي دل سيني ۾ کاٻي پاسي آهي، باقي دفتر لکڻ وارا ساڄي پاسي هوندا آهن ڇاڪاڻ تہ لکڻ جو ڪم عام طور تي ساڄي هٿ سان ٿيندو آهي. صوفي عام آئينن کان گهڻو افضل آهي. آئينو سامهون رکيو ويندو آهي انهيءَ ڪري صوفين ڪي سامهون وهاريو ويندو آهي. صوفي الله جي دربار جا دربان آهن، انهن جون دليون دنياوي تعلقات کان آزاد آهن. ابتدا ۾ شيءِ ڪي ماڃي پوءِ عمده نقش و نگار بنايا ويندا آهن. صوفين دل ڪي ماڃيو آهي، انهيءَ ڪري انهن جي دلين تي علومِ الاهي مُنڪشف ٿين ٿا. الله وارن جي صحبت مان پاڪ فطرت ماڻهو مستفيد ٿين ٿا جيڪي دل جا مُتقي آهن. انهن جو روح صقيل (رواں وانگر) ٿي ويندو آهي. هاڻي هڪ با معنيٰ مثال ٻڌ، تان تہ تون وري ظاهري ڳالهہ نہ ٻُڌين.

**حضرت يوسف عليه السلام جي ديدار لاءِ هڪ دوست جو پري کان کهي اچڻ:**

آمد از آفاق یارے مہرباں
یوسفؑ صدیق راشد میہماں

ترجمو: ”هڪ مهربان دوست پري کان کهي اچي حضرت يوسف عليه السلام صديق جو مهمان ٿيو.“

پهرين هيءُ ٻڌائي آياسين تہ ڪامل عارف جو مثال آئيني وانگر آهي ۽ آئينو اهوئي پسند ڪري ٿو جيڪو خوبصورت هجي ۽ پنهنجي حسن ڪي سنوارڻ چاهيندو هجي. ان ڳالهہ ڪي واضح ڪرڻ جي لاءِ بزرگ هيءُ قصو نقل ڪيو آهي تہ حضرت يوسف عليه السلام جيئن تہ حسين ۽ جميل هو انهيءَ ڪري سندس دوست ڪيس آئينو پيش ڪيو. حضرت يوسف ڪي ان جي ڀائرن رشڪ ۽ حسد جي ڪري کوهہ ۾ ڪيرايو هو سندس دوست ڪيس هيءَ ڳالهہ ياد ڏياري تہ شينهن ڪي زنجير کان ڪو عار ڪو نہ هوندو آهي. شينهن بهرحال شينهن رهندو آهي. الله جي فيصلي کان ڪا گلا نہ آهي. شينهن جي ڪنڌ ۾ جيتوڻيڪ زنجير هئي پر سيني قيدين جو سردار هو. دوست پڇيو تہ قيد ۽ کوهہ ۾ ڪهڙو حال هو؟ جواب ڏنائين تہ چنڊ جهڙو حال هو. چنڊ مهيني جي شروع ۾ سنهون هوندو آهي، چوڏهين جو چنڊ وڏو هوندو آهي. بزرگن جي آزمائش وڏيڪ بزرگيءَ جو سبب ٿيندي آهي. ڪڻڪ جو داڻو مٽيءَ ۾ پوي ٿو تو سنگ بنجي ٿو، چنڊ ۾ پوي ٿو تہ ان جي قيمت وڌي ٿي. ماني بنيو تہ عقلمند جي عقل ۽ فهم جي جان بنجي ويو. جڏهن جان الله جي عشق ۾ فنا ڪيائين تہ مستيءَ مان هوش ۾ اچي ويو. هڪ جهان ڪي نيڪيءَ جو ڦل مليو، ٻيءَ قوم ڪي فلاح ۽ ڪاميابيءَ جي توقع حاصل ٿي. هيءَ ڳالهہ ختم ٿيڻي نہ آهي. ان نيڪ انسان ڏانهن موٽ تہ هُن حضرت يوسف عليه السلام سان ڇا ڪيو.

**حضرت يوسف ﷺ جو ان شخص سان گفتگوءَ کان پوءِ تحفو طلب ڪرڻ:**

بعد قصہ گفتنش گفت اے فلاں

ہیں چہ آوردی تو مارا ارمغان

ترجمو: ”هن ڪي قصي ٻڌائڻ کان پوءِ حضرت يوسف ﷺ فرمايو تہ اي فلاڻا! هائو، تو اسان جي لاءِ ڪهڙي سوغات آندي آهي.“

خالي هٿين دوستن سان ملاقات ائين آهي جيئن اٽي جي چڪيءَ تي ڪڻڪ کان سواءِ وڃجي. الله تعاليٰ حشر ۾ مخلوق کي فرمائيندو تہ نشر جي لاءِ ڪهڙو تحفو آندو اٿوَ؟ اسان وٽ ائين ساز و سامان کان سواءِ ايندا جيئن اسان توهانکي پيدا ڪيو هو. قرآن پاڪ ۾ مومنن جي حالت بيان ڪئي ويئي آهي تہ اهي رات جو گهٽ سمهندا آهن ۽ صبح جو استغفار ڪندا آهن. هاڻي الله جي دربار ۾ تحفو ڪٺي وڃڻ جي تدبير ٻڌائي ٿو. ٻار ماءُ جي پيٽ مان حرڪت جي ڪري ٻاهر ايندو آهي تہ ان کي حواس عطا ٿيندا آهن. جڏهن تون بہ رياضت ڪندين تہ توکي باطني حواس ملي ويندا. هيءَ دنيا ماءُ جي رحم وانگر تنگ آهي ۽ عالم ارواح وسيع تر آهي. انسان تي اُن جا حواس مُسلط ٿيندا آهن ۽ انسان اُن جي سواري بڻبو آهي. سواري ٿڪندي آهي، سوار آرام سان رهندو آهي. جنهن وقت انسان سُتل هوندو آهي تڏهن حواسن تي سوار هوندو آهي ۽ حواس ان کي ڪٺي ڦرندا آهن، انهيءَ ڪري انسان کي ٿڪاوٽ ڪونہ ٿئي ٿي. الله وارا بہ حواسن جا محمول هوندا آهن، اختيار ۽ ارادي کي ترڪ ڪري ڇڏيندا آهن ۽ اها حالت انهن جي مستقل هوندي آهي. سندن مثال بلڪل اصحاب ڪهف جهڙو آهي جيڪي غار ۾ بي خود ليٽيا هئا ۽ قدرت انهن جا پاسا بدلايا ٿي. اصحابِ ڪهف جي ارادي کان سواءِ الله تعاليٰ انهن کان افعال صادر ڪرايا ٿي. قرآن پاڪ ۾ اصحابِ ڪهف جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ وَّ نُقَلِّبُهُمْ ذَاتَ الْيَمِيْنِ وَ ذَاتَ الشِّمَالِ (الڪهف:١٨) ”اسين اُنهن کي ساڄي ۽ کاٻي ڦيرايون ٿا.“ هن آيت ۾ ذات اليمين مان روحاني مشغوليت ۽ ذات الشمال مان جسماني مشغوليت مراد آهي. اوليائن تي تڪليفون ظاهري هونديون آهن، نفس الامر ۾ انهن تي نہ خوف طاري ٿئي ٿو ۽ نہ غم. عارفن کان عمل بغير ارادي جي ٿيندا آهن. ان جو مثال بلڪل ائين آهي جيئن پڙاڏو جبل مان ظاهر ٿيندو آهي ۽ اُن ۾ جبل جي ڪنهن ارادي کي ڪو دخل ڪونہ هوندو آهي.

**مهمان جو يوسف ﷺ کي چوڻ تہ توهان جي لاءِ تحفي ۾ آئينو آندو اٿم تان تہ جڏهن توهان هن ۾ ڏسو تہ مون کي ياد ڪريو:**

گفت یوسفؑ ہیں بے اور ارمغاں

اوز شرم ایں تقاضا درفغاں

ترجمو: حضرت يوسف ﷺ فرمايو تہ هائو، تحفو ڪٺي اچ، اهو اهڙي تقاضا تي آهون پرڻ لڳو.“

چوڻ لڳو تہ مون تنهنجي لاءِ تحفا ڳوليا پر سٺو تحفو نہ مليو. حضرت يوسف ﷺ جو حسن مشهور آهي، انهيءَ ڪري بزرگ ڪيس ڪنوڻ چوي ٿو. فنا في الله ٿيڻ سان بقا بالله حاصل ٿيندي آهي. همراه حضرت يوسف ﷺ کي آئينو پيش ڪيو ۽ چوڻ لڳو تہ هي توهان جي لاءِ تحفو آهي. نقص ڪمال حاصل ڪرڻ جو سبب بڻبا آهن يعني نيستي ۽ فنا سان بقاءِ دوام حاصل ٿيندو آهي. مشهور مقولو آهي تہ تُعْرَفُ الْاَشْيَاءُ بِاَضْدَادِ ”ڪنهن شيءِ جي سڃاڻپ ان جي ضد جي ذريعي ٿيندي آهي.“ شيطان هي دعويٰ ڪئي تہ آئون بهتر آهيان پر حضرت آدم عاجزي ڪئي جنهن ڪري ڪامياب ٿيو ۽ شيطان تڙجي ويو. انسان پنهنجي مصيبتن جو علاج خود نہ ٿو ڪري سگهي، ڪنهن الله واري ڏانهن

رجوع ڪرڻ گهرجي. شيخ ڪامل جي علاج سان بيماري پري ٿي ويندي. شيخ جي صحبت سان جيڪڏهن ڪجهه سڪون آهي ته پنهنجي صحت جي غلط فهمي جي بنياد تي ان جي صحبت کي ترڪ نه ڪرڻ گهرجي. عارضي سڪون کي مرهم جو اثر سمجهو. زخم باقي آهي. هيءَ ڳالهه ختم ٿيڻي نه آهي، ان جي ضمن ۾ هڪ قصو ٻڌ.

**وحي جي ڪاتب جو مرتد ٿيڻ، ڇاڪاڻ ته وحي جو پرتو متس پيو ته پيغمبر کان اڳ ۾ آيت پڙهيائين ۽ چيائين مون تي وحي نازل ٿئي ٿي:**

هي عبدالله ابن سعد ابن ابي سرج جو قصو آهي. هن قصي مان هي سمجهايو اٿس ته ڪمان کان سواءِ ڪمال جي ذوق مان ڪهڙو نقصان ٿئي ٿو.

پيش از عثمانؓ يکے نساخ بود
کو بہ نسخ وحی جدی می نمود

ترجمو: "حضرت عثمان رضي الله عنه کان پهريان هڪ وحيءَ جو ڪاتب هو جيڪو وحي لکڻ ۾ سرگرم رهندو هو."

سوره مومنين جي آيت وَلَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ الخ جو نزول ٿيو. ان جي پڇاڙيءَ ۾ فَتَبٰرَكَ اللّٰهُ اَحْسَنُ الْخٰلِقِيْنَ ﴿١٤﴾ آهي. حضور صلي الله عليه وسلم ان آيت کي لکائي رهيا هئا ته ڪاتب جي زبان تي حضور جي ڳالهائڻ کان پهريان فَتَبٰرَكَ اللّٰهُ اَحْسَنُ الْخٰلِقِيْنَ ﴿١٤﴾ جاري ٿي ويو. حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو ٺيڪ آهي، اهو لکو. ان سان ڪيس هي خيال پيدا ٿي ويو ته متس وحي نازل ٿي آهي، حالانڪ هي حضور صلي الله عليه وسلم جي پرتوي جو اثر هو. حضور کي جڏهن ان جي حالت جي حقيقت معلوم ٿئي ويئي ته خدا جو قهر نازل ٿي ويو ۽ وحي جا آثار ان جي دل مان فنا ٿي ويا. هتي ڪن شارحن جو خيال آهي ته اهو ڪاتب وحي جو مرتد ٿي ويو هو، اهو مسيلمه ڪذاب آهي ڇاڪاڻ ته عبدالله ابن سعد ابن ابي سرج مڪي جي فتح ۾ مسلمان ٿي ويو هو ۽ مسيلمه ڪفر جي حالت ۾ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي زماني ۾ مارجي ويو هو، پر ان جو ڪو ثبوت نٿو ملي ته مسيلمه ڪنهن زماني ۾ ڪاتب وحي رهيو هجي. انسان ڪنهن وقت پنهنجي گناهه جي اعتراف ۽ توبه کان اِن ڪري نٽائي ويندو آهي ته اها اُن جي بي آبروئي جو سبب بنبي آهي. اها ڳالهه هڪ اهڙي بيڙي ۽ بند آهي جيڪو خود اُن کي به نظر ڪونه ايندو آهي. سوره ياسين ۾ آهي ته اِنَّا جَعَلْنَا فِيْٓ اَعْنَاقِهِمْ اَغْلٰلًا فَهِيَ اِلَى الْاَذْقَانِ فَهُمْ مُّقْمَحُوْنَ ﴿٨﴾ وَجَعَلْنَا مِنْۢ بَيْنِ اَيْدِيْهِمْ سَدًّا وَّمِنْ خَلْفِهِمْ سَدًّا فَاَغْشَيْنٰهُمْ فَهُمْ لَا يُبْصِرُوْنَ ﴿٩﴾ (ياسين:٨-٩)"بيشڪ، اسان انهن جي ڪنڌ ۾ ڳٽ هنيا آهن، اهي مُنهن ڪنيو بيٺا آهن ۽ اسان سندن اڳيان ۽ پويان ديوار بيهاري آهي. اسان انهن کي مٿان ڍڪي ڇڏيو آهي، پوءِ اهي نٿا ڏسن."

جهڙي طرح صحرا ۾ ڪو اُپار ڪونه هوندو آهي ۽ نه اُتي ڪا آڙ ۽ پردو هوندو آهي، اها ديوار به اهڙي ئي آهي. دنيا جون محبوب شيون محبوب حقيقي جي ديدار ۾ رڪاوٽ بڻبيون آهن. ان ديوار مان مخفي ديوار مُراد آهي جيڪا لوهه جي ديوار کان به وڌيڪ سخت آهي. انسان کي نظر اچڻ واري نقصانڪار شيءِ کي انسان جي طبيعت فوراً دفع ڪندي آهي. بيروني دشمن جو مقابلو آسان هوندو آهي. اندروني دشمن زياده خطرناڪ هوندو آهي. ڪِبر، وڏائي ۽ ناموس غيبي بند آهن جنهن جي علت قضاءِ الاهي آهي. ان جو تفصيل مايوسي پيدا ڪندو. مرشد جي ڪمالات جو پرتو مريد تي پوندو آهي. انسان کي وڏائي نه ڪرڻ گهرجي. آئون اُن شخص جو معتقد آهيان جيڪو ڪنهن مقام کي به مقامِ ڪمال نه سمجهي. سالڪ گهٽيون منزلون طئي ڪري مقامِ قرب تائين پهچندو آهي. مقصد هي آهي ته گهٽين شين جون وصفون پنهنجيون ڪونه هونديون آهن پر هين جو عڪس ۽ پرتو هونديون آهن. ان جو هڪ مثال جيتوڻيڪ بزرگ رومي رحمة الله عليه درخانه نور سان ڏنو آهي. ٻيو مثال هي آهي ته لوهه جي سُرخي ۽ ڳاڙهاڻ پنهنجي نه آهي پر باهه جو پرتو آهي. ٽيون مثال هيءُ آهي ته گهر ۾ نور پنهنجو ڪونه هوندو آهي پر سج جو پرتو آهي. چوٿون مثال هي آهي ته

سبزيءَ جي آلاڻ ۽ تازگي پنهنجي نہ آهي پر بهار جي موسم جي عطا ڪيل آهي. پنجون مثال هي آهي تہ بدن جون سيئي خوبيون روح جي ڪري آهن، روح کان سواءِ بدن بيڪار آهي. قرآن مجيدجي سوره الزلزال ۾ چيو ويو آهي تہ ”جڏهن زمين وڏي زور سان ڌوٽي ويندي ۽ اها پنهنجا خزانا ڪڍي ڪري اُڇلائيندي ۽ انسان چوندو تہ هن کي ڇا ٿي ويو آهي، اُن ڏينهن زمين سڀ خبرون ٻڌائيندي.“

فلسفي جمادات جي ڳالهائڻ جا منڪر آهن. بزرگ رومي رحمة الله عليه انهن جي ترديد ڪري ٿو ۽ چوي ٿو تہ جمادات ۽ نباتات جو ڪلام اهل دل ٻڌن ٿا. حضور صلي الله عليه وسلم منبر بنجڻ کان پهريان کجيءَ جي ٿُڙ تي خطبو ڏيندا هئا. منبر ٺهڻ تي جڏهن پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم اُن جو سهارو ڇڏيو، تڏهن اهو ٿُڙ سُڏڪا ڀري روئڻ لڳو هو. فلسفي جمادات ۽ نباتات جي ڪلام جي اعتقاد کي چريائپ سان تعبير ڪري ٿو. فلسفي شيطان جو انڪار ڪري ٿو حالانڪ اُن شيطان جي اطاعت ۾ حقيقتن جو انڪار ڪري ٿو. فلسفيءَ جيڪڏهن شيطان کي نہ ڏٺو آهي تہ خود پنهنجو پاڻ کي ڏسي وٺي. ان ۾ شيطان جا اثرات موجود آهن. جنون کي بہ ان جي اثرن سان سڃاڻي سگهجي ٿو. فلسفي ڪنهن خاص گروهہ سان خاص نہ آهي پر هر ڪج فهم فلسفي ئي هوندو آهي. ڪو شخص جيڪو مومنن جي زمري ۾ داخل آهي اهو بہ فلسفي ٿي سگهي ٿو. هڪ مومن جي دل ۾ فاسد خيالات اچي سگهن ٿا، انهيءَ ڪري ڏاڍي احتياط جي ضرورت آهي. ٻاهتر گمراهہ فرقن جا عقيدا انسان جي دل ۾ لِڪل آهن. مومن جو ڪم هيءُ آهي تہ انهن جي نشونما نہ ڪري، ايماندار جو ڪم آهي تہ اهو بدخيالن جي خوف کان هميشہ ڏڪندو رهي. شيطان جي مصجصدگي کي ڪل جهڙي ڳالھ اهو ڀائيندو جيڪو پنهنجي پاڻ کي وڏو پارسا ۽ پرهيز گار سمجهندو آهي پر جڏهن انسان جا مخفي احوال کُلن ٿا تڏهن اُن جا معتقد واويلا ڪرڻ لڳندا آهن. جيستائين ڪسوٽيءَ تي نٿو پرکجي تيستائين کرو ۽ کوٽو برابر معلوم ٿيندو آهي. جڏهن هيءُ ثابت ٿي ويو تہ هر انسان ۾ مخفي عيب آهن، انهيءَ ڪري الله کان پناهہ وٺڻ گهرجي. شيطان مردود ٿيڻ کان اڳ وڏو ولي الله ۽ فرشتن جو سردار هو. بادشاهہ جي سواريءَ کان پنهنجي سواري اڳتي وڌائڻ اصول جي ڀڃڪڙي آهي.

**بلعم باعور جو دعا گهرڻ تہ موسيٰ عليه السلام ۽ ان جي قوم کي هن شهر مان، جنهن جو انهن گهيرو ڪيو هو، ناڪام واپس ڪر ۽ سندس دعا جو قبول ٿيڻ**

(بلعم حضرت موسيٰ عليه السلام جي زماني ۾ هڪ مشهور عبادت گذار هو، جيڪو ڪنعان يا شهر جبارين جو رهاڪو هو. حضرت موسيٰ عليه السلام جڏهن ڪنعان تي چڙهائي ڪئي تڏهن شهر وارن اصرار ڪيو تہ بلعم موسيٰ عليه السلام جي پسپائي جي لاءِ دعا گهري. گهڻي اصرار ڪانپوءِ اهو دعا لاءِ راضي ٿي ويو. ان تي سندس دين ۽ ايمان بہ ويو پر حضرت موسيٰ عليه السلام جو ڪجهہ بہ نہ بگڙيو. تڏهن بلعم سازش ڪري موسيٰ عليه السلام جي قوم ۾ زنا جي رسم جاري ڪئي. شمعون نالي سردار زنا ڪئي، جنهن سان طاعون جي وبا پکڙي ۽ هزارين ماڻهو مري ويا. اڳ ۾ بزرگ رومي رحمة الله عليه بزرگن سان مقابلي نہ ڪرڻ جي نصيحت ڪئي هئي. هاڻي بلعم جي قصي جي ذريعي اُن جي انجام بد کان ڊيڄارڻ مقصود آهي.)

بلعم باعور را خلقِ جہاں
سُغبہ شد مانندِ عیسیٰ زماں

ترجمو: ”بلعم باعور تي دنيا جي مخلوق ايئن فدا ٿي ويئي، جهڙي طرح عيسيٰ عليه السلام تي اُن جي زماني ۾ ماڻهو فريفتہ ۽ فدا هئا.“

بلعم جي دم ڪرڻ سان بيمار ٺيڪ ٿي ويندا هئا. بلعم حضرت موسيٰ عليه السلام جو مقابلو ڪيو جنهن جي نتيجي

۾ سندس زبان ڪُتي وانگر ٻاهر نڪتل رهندي هئي، تان تہ ماڻهو ان جي حالت کي ڏسي ۽ ٻڌي ڪري عبرت حاصل ڪن. ڳوٺ وارا ڏاڙيلن جا لاش ڏسي ڪري ڏوهن کان باز رهندا آهن. پاڻ کان وڏي سان مقابلو هلاڪت جو سبب هوندو آهي. نبي خدا جا پيارا آهن ۽ نبين کي خدا تي ناز هوندو آهي.

قارون کي زمين ۾ ڳيهايو ويو، قومِ لوط کي سنگسار ڪيو ويو، قوم ثمود تي وچ ڪري. جهڙي طرح حيوانن کي انسانن جي لاءِ ذبح ڪيو ويندو آهي اهڙي طرح انبيائن جي لاءِ نافرمانن کي قتل ڪرايو ويندو آهي. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ حُمُرٌ مُّسْتَنْفِرَةٌ "اهي ڪافر حق کان اهڙي طرح ڀڄن ٿا جهڙي طرح گورخر ۽ گڏهہ شينهن کان ڀڄن ٿا." گڏهہ مان بار برداريءَ جو بہ فائدو آهي. فاجرن جو خون مباح آهي، ان سلسلي ۾ هڪ قصو چڱي طرح ڏيان ڏيئي ٻڌ.

**هاروت ۽ ماروت جو پنهنجي پاڪدامنيءَ تي گهمنڊ جو نتيجو، دنيا جي سرداري چاهڻ ۽ فتني ۾ ڦاسي وڃڻ:**

مشهور آهي تہ هاروت ۽ ماروت بہ ملائڪ هئا، جن کي پنهنجي عبادت تي وڏو گهمنڊ پيدا ٿي ويو هو، جنهن ڪري اهي قهرِ خداوندي ۾ مبتلا ٿي ويا هئا. اهو قصو محض افسانو آهي جنهن کي بزرگ رومي رحمه الله عبرت ۽ سمجهاڻيءَ لاءِ نقل ڪيو آهي، جنهن جو خلاصو خود اعتمادي ۽ گهمنڊ جي خراب انجام کي واضح ڪرڻ آهي.

همچو هاروت وچو ماروتِ شهير
از بطر خوردند زهر آلود تير

ترجمو: "هاروت ۽ ماروت جهڙن مشهورن تڪبر جي ڪري زهر آلود تير کاڌو آهي."

هاروت ۽ ماروت کي پنهنجي پاڪائيءَ تي وڏائي هئي، جيئن ڇاهو پنهنجي دفاع ۾ ڪنڌا ڪيندو آهي تيئن هنن بہ پاڻ کي مضبوط سمجهيو هو پر تيز هوا وڻ کي پٽي ڇڏيندي آهي. گاهہ جي ڪمزوريءَ تي هوا ڪڏهن رحم کاڌو آهي؟! ڪُهاڙيءَ ڪڏهن وڻن تي رحم ڪيو آهي. سُڪل ڪاٺيءَ مان باهہ کي ڪهڙو ڊپ آهي! ٻڪرين جي ڌڻ تي ڪڏهن ڪاسائي رحم ڪيو آهي؟ انسان جو روح ساهہ کي مختلف حرفن جي آواز ۾ وات مان ٻاهر ڪيندو آهي. ڪڏهن سُٺا الفاظ نڪرندا آهن جيڪي پاڻ ۾ دوستي ۽ صلح جو سبب بنبا آهن ۽ ڪڏهن اهڙا الفاظ نڪرندا آهن جن سان دشمني پيدا ٿيندي آهي. ڪڏهن اهو ڪلام باغ وانگر باعثِ تفريح هوندو آهي تہ ڪڏهن ڪنڊي وانگر چُڀندو آهي. الله تعاليٰ فرعون جي لاءِ پاڻيءَ کي هلاڪت جو سبب بنايو، قومِ عاد تي هوا مسلط ڪئي، جنهن ان کي تباهہ ڪيو. غزوه احزاب ۾ هوا ئي مسلمانن جي فتح منديءَ جو سبب بڻي هئي. موثر حقيقي صرف الله تعاليٰ آهي ۽ سيني اسباب جو اهوئي مرجع آهي. الله تعاليٰ جي اڳيان آسمانن ۽ زمينن جي حقيقت هڪ ڪک کان وڌيڪ نہ آهي، جهڙيءَ طرح هڪ سمنڊ هڪ ڪک تي اثر انداز آهي اهڙي طرح حضرتِ حق زمين ۽ آسمانن تي اثر انداز آهي. جڏهن قيامت ۾ ڪائنات کي ٻيهر وجود ۾ آڻيندو، ايتري قدر جلد تاثير پيدا ڪندو جيئن باهہ ڪکن ڪانن ۾ اثر ڪندي آهي، هيءَ ڳالهہ ڪٿي نہ آهي. اي جوان! وري هاروت ۽ ماروت جي قصي ڏانهن هل.

**هاروت ۽ ماروت ۽ ڪين ڏنل عذاب جي قصي جو باقي رهيل حصو**

چوں گناه و فسقِ خلقانِ جہاں
می شدے روشن بايشاں آں زماں

ترجمو: "جڏهن دنيا جي مخلوق جي بدڪاري ۽ گناهہ ان وقت انهن تي واضح هجي."

ان وقت انتهائي افسوس ڪن ها پر اڪين سان پنهنجو عيب نہ ڏسن ها. بدشڪل پاڻ کي آرسيءَ ۾ ڏٺو، تڏهن

مُنهن ڦيري ڇڏيائين ۽ آرسيءَ تي ڪاوڙيو. دين جي غيرت سان جيڪا ڪاوڙ اچي ٿي اها دنيا جي خوشگواريءَ جو باعث هوندي آهي. ملائڪ الله جا سپاهي ۽ دربار جا خادم آهن، پرتوي پنهنجي ذاتي صفت سمجهڻ غلط آهي جيئن عبدا· بن سعد بن ابي سرح جي ڳالهه اڳ ۾ ڪري آياسين. انبياءَ جن جي روح جا پڪي قدس باري جي قريب رهندا آهن. پکين جي ٻوليءَ کان تون ڪيئن واقف ٿي سگهين ٿو. جيڪڏهن اٽڪل سان ڪجھ سمجهندين ته اهو حقيقت جي ابتڙ هوندو. ٻوڙا ٻين جي چپن جي حرڪت سان ڪجھ سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن جيڪا عام طور تي صحيح ڪونه هوندي آهي، ان مضمون کي هن قصي مان واضح ڪري ٿو.

**هڪ ٻوڙي جو بيمار پاڙيسريءَ جي گهر مزاج پرسيءَ جي لاءِ وڃڻ ۽ بيمار جو وڌيڪ بيمار ٿيڻ:**

آں کرے را گفت افزوں مایۂ
کہ ترا رنجور شد ہمسایۂ

ترجمو: ”هڪ سرنديءَ واري ماڻهوءَ ٻوڙي کي چيو ته تنهنجو پاڙيسري بيمار ٿي پيو آهي.“

ٻوڙي چيو ته آئون ڪنن ڪان ڳرو، ٻُڌان ٻه ڪونه. پاڙيسري بيمار ۽ ڪمزور به آهيان پر وڃڻ کان سواءِ ڪو چارو نه آهي. بس، جڏهن اُن جا چپ چُرندا ته آئون ان تي اندازو ڪري وٺندس. جڏهن آئون چوندس ته اي دوست تون ڪيئن آهين؟ هو چوندو ته خوش آهيان، نيڪ آهيان. آئون چوندس ته الله جو شڪر آهي. وري پُڇندس ته ڇا کاڌو اٿئي؟ هو چوندو ته شوربو يا اُڙد جو شوربو (رس) کاڌو اٿم. آئون چوندس: تنهنجو پيئڻ مبارڪ. وري پڇندس: تنهنجو طبيب ڪهڙو آهي؟ هو چوندو ته فلاڻو. آئون چوندس ته ڏاڍو سٺو آهي. تنهنجو ڪم صحيح ٿي ويندو. اسان آزمايو آهي، جتي پهچي ٿو حاجت روا بنجي وڃي ٿو. اهي خيال پچائي بيمار وٽ ويو. ٻوڙو بيمار جي سِرانديءَ وٽان ويٺو ۽ مٿي تي هٿ ڦيرائڻ لڳو. مريض ڪان پڇيائين: ڪيئن آهين؟ بيمار چيو: مران ٿو. ٻوڙي چيو: شُڪر آهي. ان سان بيمار کي تڪليف ٿي. ٻوڙي پڇيو: ڇا کاڌو اٿئي؟ بيمار چيو: زهر! ٻوڙي چيو: توکي مبارڪ هجي. ان سان مريض کي اجان ڪاوڙ لڳي. وري ٻوڙي پڇيو ته ڪهڙو ڊاڪٽر علاج لاءِ اچي ٿو؟ مريض چيو ته ملڪ الموت. ٻوڙي چيو ته ڏاڍو سٺو ڀلو ڊاڪٽر آهي. آئون هينئر اُن وٽان اچان پيو.

ٻوڙائپ جي ڪري اُن جا سڀ انداز اُلٽا ۽ نقصانڪار ثابت ٿيا، جن سان مريض کي وڌيڪ تڪليف پهتي. اها بيمار پرسي نه ٿي پر مريض سان عداوت ٿي. انسان پنهنجا گهڻا عمل صحيح سمجهندو آهي حالانڪ اهي غلط هوندا آهن. حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته هڪ شخص مسجد ۾ آيو ۽ اُن رڪوع سجدا صحيح ڪرڻ کان سواءِ نماز پڙهي ۽ پوءِ حضور ﷺ کي سلام ڪيائين. حضور ﷺ فرمايو ته وڃ، تو نماز ڪونه پڙهي آهي، ٻيهر نماز پڙھ. ٽي دفعا ائين ئي ٿيو پوءِ حضور ﷺ اُن کي صحيح نماز جو طريقو ٻڌايو. اها روايت ان شخص جي باري ۾ آهي جنهن تعديل ارڪان ڪونه ڪيو هو. ”اي الله اسان کي سڌو رستو ڏيکار...“ اها دعا سوره فاتحه ۾ آهي، جيڪا هر نماز ۾ پڙهي وڃي ٿي. ٻوڙي ۽ بيمار پاڙيسريءَ جي ڏهن سالن جي دوستي ٽُٽي ويئي. مطلب ته وحي الاهيءَ جو حقيقي ادراڪ ظاهري حواسن سان نٿو ٿي سگهي. انهيءَ ڪري نص (واضح هدايت) جي مقابلي ۾ تنهنجو قياس لائق ۽ مناسب نه آهي.

**سڀ کان پهريان صريح نص (سنئين سڌي هدايت جي مقابلي ۾ قياس ڪرڻ وارو شيطان هو**

اول آں کس کیں قیاسک ہا نمود
پیشِ انوارِ خدا ابلیس بود

ترجمو: ”سڀ کان پهرين خدائي انوارن جي مقابلي ۾ بيهوده قياس ڪندڙ شيطان هو.“

شيطان چيو تہ مٽيءَ کان باھ بهتر آهي، آئون باھ مان آهيان ۽ آدم عليه السلام مٽيءَ مان آهي. شيطان جو مادو ناري آهي ۽ آدم عليه السلام خاڪي آهي. قياس ۾ ڪنهن جُزوي مسئلي کي ڪنهن ڪليي سان مستنبط ڪيو ويندو آهي تہ فرع مان مراد جزوي مسئلو آهي ۽ اصل مان ڪليہ مراد آهي. روحاني معاملن ۾ حسب نسب جو عمل دخل نہ آهي. ابوجهل جو پُٽ حضرت عڪرمہ رضي الله عنه پڇاڙيءَ ۾ مسلمان ٿيو ۽ وڏا ڪارناما ڪيائين. جنگ يرموڪ ۾ شهيد ٿيو. نوح عليه السلام جي پُٽ ڪنعان ايمان نہ آندو ۽ طوفان ۾ غرق ٿيو. ڪڪرن واري ڏينهن يا رات ۾ جيڪڏهن قبلي جو طرف معلوم نہ هجي تہ جنهن طرف بہ قِبلي هجڻ جو زياده گمان هجي اوڏانهن مُنهن ڪري نماز پڙهي ۽ اها نماز درست ٿي ويندي، پوءِ پلي صحيح رخ جي مخالف مُنهن ٿيو هُجيس نماز ٿي ويندي. جيڪڏهن ڪعبو سامهون هجي تہ اُن کي اڻ ڏٺو بنائي تحري ڪرڻ غلط ٿيندو. انبياء ۽ الله وارا حظيره قدس جا پکي آهن، تون پاڻ کي انهن تي قياس نہ ڪر اُهڙو نہ ٿيءُ. بزرگ رومي رحمة الله عليه الله وارن جي مقابلي ۾ قياس آزمائي جي برائي ظاهر ڪندي فرمائي ٿو تہ جهڙي طرح ٻوڙي مان اهو مريض دل شڪستہ ٿيو، بزرگن جون دليون تو ڪان ارهيون ٿينديون. عبدا۔ بن سعد بن ابي سرح کي هيءُ خيال ٿيو تہ آئون بہ وحي ۾ شريڪ آهيان، مون تي بہ وحي اچي ٿو. هاروت ۽ ماروت جون دليون بي چين هيون، انهن سمجهيو هو تہ انهن کان بديءَ جو صدور مُمڪن نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اسان جو خمير مٽي ۽ پاڻيءَ جو نہ آهي پر غلطي ڪري ويٺا. مطلب تہ آسمان جي حال کي زمين تي قياس نہ ڪر! ايئن درست نہ ٿيندو، گهڻو فرق آهي.

**پنهنجي حالت ۽ مستيءَ کي لڪائڻ جو بيان**

بشنو الفاظِ حکیم پردهٔ

سرهم آنجا نه که باده خوردهٔ

ترجمو: ”رازدان حڪيم جا لفظ ٻُڌ تہ جنهن جاءِ تي تو شراب پيتو آهي اُتي متو رک.“

مطلب تہ اهل باطن کي اسرارن جو اظهار نہ ڪرڻ گهرجي، تان تہ عوام غلط قياس آرائيءَ جي ڪري تباھ نہ ٿئي. اِها ڳالھ حڪيم سنائي رحمة الله عليه پنهنجي شعرن ۾ چئي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَمَا هٰذِهِ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَآ اِلَّا لَهْوٌ وَّلَعِبٌ (العنڪبوت:٦٤) (دنيا جي زندگي راند روند ۽ تماشو آهي انهيءَ ڪري دنيادار ٻار آهن). جيڪي دنيا جي رانديڪي سان ڪيڏن ٿا. نابالغ ٻار جي جماع جو ڪو نتيجو نہ آهي. اهڙي طرح دنيا وارا حقيقت تائين نٿا پهچي سگهن. عام طور ٻار ڪانيءَ تي سوار ٿي ڪري اُن کي گهوڙو سمجهي ڪيڏندا آهن، اهڙي طرح ظاهر بين غيرحقيقي دليلن تي سوار آهن. ٻار ايئن بہ ڪندا آهن جو پنهنجي قميص جي پلاند کي ٽنگن جي وچ ۾ جهلي اُن کي گهوڙو تصور ڪندا آهن، اهوئي حال اهلِ ظاهر جو آهي، جيڪي غلط دليلن تي سوار آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ ”اهي ماڻهو فقط گمان جي تابعداري ڪن ٿا ۽ گمان حق ڳالھ جي مقابلي ۾ ذرو بہ مفيد نہ آهي“ انهيءَ ڪري باطني حقيقتن جو محض ظن (شڪ/قياس) جي بنياد تي انڪار درست نہ آهي. ظن غالب تي تڏهن عمل ٿيندو آهي جڏهن اُن جي مقابلي ۾ بہ ظن ئي هجي. يقين جي مقابلي ۾ ظن بلڪل باطل آهي. جڏهن سچ سامهون هجي تہ اُن جي انڪار جا ظني دليل بلڪل بيڪار آهن. جيڪي ماڻهو ظني علوم تي عامل آهن انهن جي ان جي باطل هجڻ جو يقين ٿي ويندو. عقلي دليلن جي اهائي حقيقت آهي جيڪا ٻارن جي ڪانيءَ واري گهوڙي جي آهي، جنهن کي انهن گهوڙو سمجهيو آهي. يقيني علوم راحت رسان آهن، ظني علوم وبال جان آهن. اهو علم جيڪو الهام ۽ وحي جي ذريعي حاصل ٿئي مددگار ٿيندو. اهو علم جيڪو بدن جي حواسن جي ذريعي حاصل ٿئي بوجھ ٿيندو. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ ”جن ماڻهن تي تورات تي عمل ڪرڻ جو بار وڌو، ويو پوءِ اهي اُن تي ڪاربند نہ ٿيا انهن جو مثال اُن گڏھ وانگر آهي جنهن تي ڪتاب لڏيل هجن.“ ڪسبي علوم ڪانپوءِ دل ۾ هڪ نور پيدا ٿيندو آهي جيڪو وهبي آهي. هِتي علم مان مراد اها ڪيفيت آهي.

ڪسبي علوم بيڪار نہ آهن، انهن کي الله جي لاءِ حاصل ڪيو وڃي تہ نور عطا ٿيندو آهي. نور جي ڪري ڪسبي علوم جي ڪثافت ۽ بوجھ هلڪو ٿي ويندو. مومن کي الله جي ذات جو طالب بنجڻ گهرجي، محض الله جي نالن تي اڪتفا نہ ڪرڻ گهرجي. الله جي نالن ۽ صفتن جو ورد ذات تائين پهچڻ ۾ رهنمائي ڪندو آهي، دلالت ڪرڻ واري جو وجود اُن شيءِ جي وجود جي نشاني آهي جنهن تي اهو دلالت ڪري ٿو. هر اسم جو مسميٰ ضرور آهي چاهي ان جو وجود خارج ۾ هجي يا ذهن ۾. حقيقت ۾ نفعو مسميٰ سان متعلق آهي نالي سان نہ آهي، جيئن گُل جي گ ۽ ل ۾ ڪا خوشبوءِ نہ آهي، اسماءِ الاهي ڪان ذات الاهي تائين ان وقت پهچندؤ جڏهن خودي ڪان پنهنجو پاڻ کي پاڪ ڪندؤ. آرسيءَ کي لوهہ مان ٺاهيو ويندو آهي، اُن کي زنگ ۽ ڪٽ ڪان صاف ڪري صيقل (روات) ڪيو ويندو آهي جنهن ۾ عڪس نظر اچڻ لڳندو آهي. جيڪڏهن لوهہ ۾ اُن جو پنهنجو رنگ رهي تہ اُن ۾ عڪس نمودار نہ ٿيندو. دل جي زنگ کي دور ڪندؤ تہ اُن ۾ انبيائن جو علوم جي عڪس نظر اچي سگهندو. حضورﷺ بشارت ڏني آهي تہ امت ۾ اهڙا ماڻهو پيدا ٿيندا جيڪي جوهر علم ۽ همت ۾ منهنجا شريڪ هوندا. هڪ روايت ۾ آهي تہ منهنجي امت ۾ اهي ماڻهو هوندا جن کي الله جي طرف کان الهام ٿيندو. مشاهدي جي اها صورت مشربِ عشق سان حاصل ٿيندي آهي، جيڪو روح جي لاءِ آبِ حيات آهي. حضرت ابو الوفا ؒ ڪرد قوم مان هو جيڪو عربيءَ کان ناواقف هو. حضرتِ حق اُن کي رات وچ ۾ علوم عربيہ عطا فرمائي ڇڏيا. صبح جو جڏهن ان وعظ فرمايو تڏهن چيائين تہ شام جو آئون ڪُرد هئس ۽ عربيءَ کان ناواقف هئس، الله جو ڪرم آهي جو اُن رات پيٽ ۾ عربي علوم عطا فرمايا ۽ آئون صبح جو عربي ٿي ويو آهيان. جيڪڏهن علمِ لدني جو مثال چاهين ٿو تہ رومين ۽ چينين جو قصو دهراءِ.

**نقاشي ۽ مصوريءَ جي علم ۾ رومين ۽ چينين جي مقابلي جو قصو**

چينياں گفتند ما نقاش تر
رومياں گفتند مارا کر و فر

ترجمو: ”چينين چيو: اسين وڏا نقاش آهيون، رومين چيو تہ اسين شان ۽ شوڪت وارا آهيون.“

بادشاهہ چيو تہ ٻنهي جو مقابلو ڪرائيندس، جڏهن چيني ۽ رومي آيا. ڏسڻ ۾ رومي ماهر هئا. چينين چيو تہ اسين محنت ڪنداسون، هڪڙو گهر رومين کي ۽ هڪڙو گهر چينين کي ڏنو ويو. ٻنهين جا دروازا آمهون سامهون هئا. چينين بادشاهہ کان سَوَ رنگ ورتا. رومين چيو تہ رنگ روغن فائدي مند ڪونہ ٿيندو. ديوارن کي صاف ڪرڻ ۽ ماڃڻ مفيد ٿيندو. ايئن اهي پنهنجي جاءِ کي آسمان وانگر صاف ڪرڻ لڳا. عالمِ ڪثرت عالمِ وحدت جو رهنما آهي. هتان کان مولانا رومي ؒ جو ذهن چينين جي رنگارنگي ۽ رومين جي بي رنگي کان ڪثرت ۽ وحدت جي بي رنگيءَ ڏانهن منتقل ٿي ويو آهي. ڪڪر ۾ چمڪ ۽ روشني انهن ستارن يا چنڊ ۽ سج جي ڪري ٿئي ٿي جيڪي اُن جي پويان هوندا آهن. اهڙي طرح عالمِ امڪان ۾ هر ڪمال ذاتِ واحد کان آيو آهي. جڏهن چيني ڪم کان فارغ ٿيا تہ خوشيءَ ۾ دُهل وڄائڻ لڳا. بادشاهہ آيو هُن نقش و نگار ڏٺا. ان کانپوءِ بادشاهہ رومين ڏانهن ويو، هُنن وچان پردو مٽي ڪنيو تہ چينين جي ديوار جو سڄو عڪس رومين جي ديوار ۾ نظر آيو. رومي اهي صوفي آهن جن دل کي ڌوئي صاف ڪيو آهي. جيئن تہ رومين پاڻ کي نقش نگار ڪونہ بنايا هئا پر چينين جي نقش و نگار کي منعڪس ڪيو، اهڙي طرح صوفي پنهنجي دل جي پٽيءَ تي علومِ الاهي منعڪس ڪن ٿا. دل اهڙو آئينو آهي جو جڏهن اهو صاف ٿي ويندو آهي تڏهن بي انتها صورتن کي پاڻ اندر منعڪس ڪندو آهي. حضرت موسيٰ ؑ کي علم لدني حاصل ٿيو، جيڪو بي انتها هو ۽ بي صورت هو. جيئن تہ اهو علم حصولي نہ هو جيڪو شين جي ذهني صورتن جي ذريعي حاصل ڪيو ويندو آهي بلڪ علم لدني زمين ۽ آسمان ۽ دريا ۽ دريائي حيوانن ۾ نہ سمائجي سگهيو ڇاڪاڻ تہ اهي

سڀ شيون محدود آهن ۽ اهو غير محدود آهي، پر دل جي آئيني ۾ غير محدود کي قبول ڪرڻ جي صلاحيت آهي. هن معاملي ۾ ته دل ۾ علم لدني سمائجي سگهي ٿو، عقل گمراهه ٿي ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته اهو سمجھ ۾ نه ٿو اچي ته قلب ۽ صورت ۾ قربت آهي يا ٻنهي ۾ عينيت آهي. قيامت تائين جيتري قدر نقش آهن چاهي محدود هجن يا غيرمحدود، دل ڪانسواءِ ڪنهن آئيني ۾ مُنعڪس نٿا ٿي سگهن. دل علوم وهبي جو سمنڊ آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته پرهيزگار سچائي واري جڳهه ۾ هوندا. جيڪي الله جي ذات ۾ پاڻ کي فنا ڪن ٿا اهي ان جو ديدار ڪن ٿا.

**پيغمبر صلي الله عليه وسلم جو حضرت زيد رضي الله عنه کان حال احوال معلوم ڪرڻ**

گفت پیغمبرؐ صاحبے زید را

کیف اصبحت اے رفیق باصفا

ترجمو: "هڪڙي ڀيري پيغمبر صلي الله عليه وسلم زيد رضي الله عنه کي فرمايو ته اي مخلص رفيق، تو ڪهڙي حالت ۾ صبح ڪيو؟"

زيد بن حارث رضي الله عنه کي زيد الخير به چيو ويندو آهي. حديث ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي اهڙي قسم جي ڳالهه ٻولهه وارو قصو عوف بن مالڪ کان ته ملي ٿو پر حضرت زيد رضي الله عنه جي باري ۾ فقط ايتري قدر ملي ٿو ته حضور صلي الله عليه وسلم کانئن پڇيو هو ته توهان صبح ڪهڙي حالت ۾ ڪيو؟ هن قصي جو مقصد هي آهي ته مجاهدي سان مشاهدو پيدا ٿيندو آهي. حضرت زيد رضي الله عنه جواب ڏنو ته ڏينهن ۾ روزو رکندو آهيان ۽ رات جو خدا جي ياد ۾ مصروف رهندو آهيان. زيد رضي الله عنه چوندو هو ته زماني جي شين سان منهنجو تعلق نه رهيو آهي ۽ معيت حق جيڪا غير فاني آهي اها حاصل ٿي وئي آهي. ذاتِ حق وحدتِ تام آهي ۽ اها غيرفانيآهي. حضرت زيد رضي الله عنه مقامِ وحدتِ ذات ۽ فنا ڪثرتِ تعينات ۾ پهچي ويو هو. ازل ۽ ابد جيئن ته زماني آهن، انهيءَ ڪري غيرزماني ذات جي لاءِ اهي هڪ جهڙا آهن. جيئن ته حضرت زيد رضي الله عنه اهڙي مقام جون ڳالهيون شروع ڪيون هيون جيڪي عوام جي عقل کان بالاتر هيون، انهيءَ ڪري حضور صلي الله عليه وسلم ان کي تنبيهه ڪئي ۽ پوءِ اُن دوزخ ۽ جنت وغيره جي متعلق ڳالهيون بيان ڪرڻ شروع ڪيون. جنت ۽ دوزخ جا سيئي طبقا منهنجي لاءِ روشن ٿي ويا آهن، عوام کي ته جنتي ۽ جهنميءَ جي صحيح قيامت ۾ پوندي پر ڪامل عارف ڪين هن دنيا ۾ سڃاڻي وٺن ٿا. قرآن پاڪ ۾ آهي ته جنهن ڏينهن ڪي چهرا نوراني هوندا ۽ ڪي چهرا ڪارا هوندا. جهڙي طرح حضرت زيد رضي الله عنه کي مشاهدو حاصل هو، ايئن الله وارن کي به مشاهدو ٿي ويندو آهي. قيامت کانِ پهريائين روح نظرن کان لِڪل هو ۽ ان کي عيب نظر نه ٿي آيا. جهڙي طرح ٻار ماءُ جي پيٽ ۾ لڪل هوندو آهي ۽ اُن جون وصفون معلوم نٿيون ٿين. ٻار جو دوزخي يا جنتي هجڻ ماءُ جي پيٽ ۾ رهندي طئي ٿي ويندو آهي پر عوام اُن جي پيدا ٿيڻ کان پوءِ اُن جي جسماني حرڪتن سان ڪنهن فيصلي تي پهچندا آهن. بدن روح کي اهڙي طرح لِڪايو وينو آهي جهڙي طرح حامله عورت ٻار کي ۽ موت ڄڻ ته ڄڻڻ جو وقت آهي. مٿيون قِصو ته عالم برزخ جو آهي جو اتي جهنمي کي جهنمي ۽ جنتي تي جنتي سُڃاڻيندا پر جڏهن دنيا ۾ ٻار پيدا ٿيندو آهي اتي جهنمي ۽ جنتي جو فرق محسوس نٿو ٿئي. جهنمي ۽ جنتي جنهن نطفي مان پيدا ٿين ٿا ۽ جنهن سان جسم جي ساخت ٿئي ٿي اُن ۾ يڪسانيت آهي. فرق جيڪو پيدا ٿئي ٿو اهو روح جو عڪس آهي. قيامت جي ڏينهن جهنمي ۽ جنتي گروهه ۽ جماعتون بلڪل جدا ٿي وينديون.

**حضرت زيد رضي الله عنه جو حضور صلي الله عليه وسلم کي جواب ڏيڻ ته ماڻهن جا احوال مون کان لِڪل نه آهن**

جملہ را چوں روز رستا خیز من

فاش می بینم عیاں از مرد و زن

ترجمو: "آئون سين کي قيامت جي ڏينهن وانگر پڌري پٽ ڏسان ٿو، چاهي مرد هجي يا عورت."

اي الله جا رسول! مون کي اجازت ڏيو ته آئون ٻڌايان، ته ڪهڙا ماڻهو پنهنجي عملن جو ڦل پائيندا ۽ ڪهڙا ماڻهو نيڪ عملن جي ثمر کان محروم رهندا. جنت ۽ دوزخ جي وچ ۾ برزخ آهي. ڪافرن کي حوض ڪوثر مان سيراب نه ڪيو ويندو، جنتي پاڻ ۾ ملندا ۽ بغلگير ٿيندا. جهنمي هاءِ افسوس! جا شوڪارا پريندا. قيامت جي واقعن جي باري ۾ ڪجهه اشارا ڪري رهيو آهيان. تفصيل ٻڌائڻ کان ڊڄان ٿو. قرآن پاڪ ۾ آهي ته الله تعاليٰ سچي ڳالهه چوڻ کان حيا نٿو ڪري. آئينو ۽ ساهمي حقيقت واضح ڪرڻ کان چُپ نه رهندا آهن، چاهي ڪنهن کي وڻي نه وڻي. انسان کي پنهنجي حقيقت سڃاڻڻ گهرجي، پنهنجي ڏاڙهي ۽ مڇن جو مذاق نه ڪرڻ گهرجي. سُتا انسان قيامت جي ڏينهن عزت سان ڀيهندا. الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام کي طور جبل تي تجلي ڏيکاري هئي. ڪنهن شيءِ جي پوشيده هجڻ جون ٻه صورتون آهن: هڪ هيءَ آهي ته ان شيءِ کي لڪايو وڃي، ٻيو هيءُ آهي ته پنهنجون اکيون بند ڪيون وڃن. الله تعاليٰ جو پوشيده هجڻ ٻئي قسم جو آهي. انسان سمنڊن مسخر ڪيو آهي، جهڙي طرح چاهي ٿو انهن تي جهاز راني ڪري ٿو. پوءِ جڏهن سمنڊ تابع آهي ته خيالن جي سمنڊ کي به قابو ۾ رکڻ گهرجي. دل تي قابو حاصل ڪريو ۽ انجي ڪشف کي ظاهر نه ڪريو ۽ غور ڪريو ته جڏهن الله تعاليٰ سمنڊ کي انسان جو محڪوم بنايو آهي ته دل به محڪوم بنجي سگهي ٿي. جنت جون ٻه نهرون سلسبيل ۽ زنجبيل به انسان جون محڪوم آهن. چار نهرون جنت ۾ موجود آهن. هڪ پاڻيءَ جي ٻي کير جي ٽين ماکيءَ جي چوٿين شراب جي آهي. اهي نهرون هر ان پاسي ڏانهن جاري ٿينديون جنهن طرف جنتي چاهيندو. اهي به انسان جون محڪوم آهن. انسان جون ٻئي اکيون دل جون محڪوم آهن. اهي شيون جيڪي حواسن جي ذريعي معلوم ڪيون وڃن ۽ اهي شيون جن جو حواس جي ذريعي ادراڪ نه ٿي سگهي، مطلب ته جزي ۽ ڪلي جو ادراڪ بصيرت سان ٿيندو آهي. حواس خمسه به دل جا محڪوم آهن. حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺ انجي محڪوم هئي. هٿ به دل جا محڪوم آهن. دل جي حاڪميت عجيب آهي. حضرت سليمان عليه السلام جي منڊيءَ جو تاثير هي هو جو اهو جنن ۽ انسانن تي حڪومت ڪندو هو. ظاهري پنج حواس (١) ڏسڻ جي طاقت (٢) ٻڌڻ جي طاقت (٣) سنگهڻ جي طاقت (٤) چکڻ جي طاقت ۽ (٥) هٿ لڳائڻ جي طاقت دل جي تابع آهن. باطني پنج حواس (١) خيال (٢) وهم (٣) حافظو (٤) متصرف (٥) حس مشترڪ سيئي دل جي تابع آهن. ست عضوا (١) سينو (٢) متو (٣) پُٺ (٤) ٻئي هٿ (٥) ٻئي پير دل جا محڪوم آهن. باطني ست عضوا، (١) دماغ، (٢) ڦڦڙ، (٣) دل (٤) جگر (٥) تلي (٦) پتو ۽ (٧) گُردا به دل جا تابع آهن. جڏهن انسان کي قوت سليماني حاصل آهي ته پوءِ پنهنجي قويٰ تي حڪمراني هجڻ گهرجي. اهو جن جنهن حضرت سليمان عليه السلام جي منڊي چورائي هئي ان جو نالو "سُديو" هو.

قرآن پاڪ ۾ آهي ته يَٰحَسۡرَةً عَلَى ٱلۡعِبَادِۚ مَا يَأۡتِيهِم مِّن رَّسُولٍ إِلَّا كَانُواْ بِهِۦ يَسۡتَهۡزِءُونَ ۝ (ياسين: ٣٠) "ٻانهن جي حال تي افسوس آهي جو وٽن ڪو اهڙو رسول نه آيو جنهن تي هُنن چٿرون نه ڪيون هجن." چا ڪريان هن ڳالهه جو خاتمو نه آهي، هن ڪانپوءِ آئون حضرت لقمان عليه السلام جو قصو ٻڌائڻ چاهيان ٿو.

**ساٿين طرفان حضرت لقمان تي عمدا ميوا چورائي کائڻ جي تهمت هڻڻ**

لقمان هڪ وڏي دانشور ۽ صاحبِ حڪمت شخص جو نالو آهي، ڪيس کي ماڻهو نبي به مڃين ٿا.

بود لقمانؑ پیش خواجه خویشتن
درمیان بندگانش خوار تن

ترجمو: "حضرت لقمان عليه السلام پنهنجي آقا جي اڳيان اُن جي غلامن ۾ حقير هو."

حضرت لقمان عليه السلام جي ٻين غلامن جي مقابلي ۾ آقا وٽ ڪا عزت ڪونه هئي. لقمان عليه السلام حڪمت جو صاحب هو. رنگ جو ڪارو هو پر غلامن ۾ طفيل وانگر هو. (طفيل هڪ شخص جو نالو آهي جيڪو گهرائڻ کان سواءِ

دعوتن ۾ شرڪت ڪندو ۽ ذليل ٿيندو هو/اڄ ڪونيو مهمان ) غلامن گڏ ٿيل ميوا پاڻ ڪاڏا پر آقا کي چيائون ته لقمان ؑ ڪاڏا آهن. مالڪ لقمان ؑ کان سبب پُڇيو. لقمان ؑ جواب ڏنو ته خيانت وارو غلام رب کي پسند نه آهي، اي آقا! هاڻي اصل حقيقت لاءِ امتحان وٺو. اسان کي پيٽ ڀري گرم پاڻي پياريو، ان ڪانپوءِ اسان کي جهنگ ۾ پيادل ڊوڙايو، پاڻهي راز کُلي پوندو. آقا ڪين گرم پاڻي پياريو. سڀني غلامن ڊپ ۾ پاڻي پيتو. ان ڪانپوءِ آقا انهن کي خوب ڊوڙايو. نيٺ مشقت ۽ تڪليف ۾ الٽيون ڪيائون ته اُن ۾ ميوا نڪتا. حضرت لقمان ؑ جي اُلٽي ۾ خالي پاڻي نڪتو. جڏهن حضرت لقمان ؑ جي دانائي اهو ڪرشمو ڏيکاري سگهي ٿي ته پوءِ رب جي حڪمت ڪهڙي هوندي؟ پٽر کي آتش گير مادي سان توڙي سگهجي ٿو. ڪافرن جي دلين کي قرآن پاڪ پٽر سان تعبير ڪيو آهي. حديث شريف ۾ آهي ته اَلْمَرْءُ عَلٰى دِيْنِ خَلِيْلِهٖ فَلْيَنْظُرْ اَحَدُكُمْ مَنْ يُّخَالِلُ انسان پنهنجي دوست جو مذهب اختيار ڪندو آهي، تون غور ڪر ته ڪنهن سان دوستي ڪري رهيو آهين. اي زيد! اُٿ! هيءَ ڳالهه ڪٿڻ نه آهي، گويائيءَ جي براق کي ٻڌ. هاڻي بزرگ رومي اسرارن جي مخفي هئڻ جون حڪمتون ٻڌائي ٿو.

**حضور ﷺ جن ۽ حضرت زيد رضي الله عنه جي حال احوال جو باقي قصو**

ناطقه چوں فاضح آمد عيب را

ميد راند پرد ہائے غيب را

ترجمو: "ڳالهائڻ سان عيب پڌرا ٿي پوندا آهن، گفتگو غيب جي پردي کي چاڪ ڪري ڇڏيندي آهي."

الله تعاليٰ کي غيب مطلوب آهي. هر انسان جو پنهنجي خيال مطابق خوش رهڻ بهتر آهي. اهي ماڻهو جيڪي غلط عقيدي جي ڪري نفس الامر ۾ مايوس آهن يعني راز لڪل هجڻ ۾ هيءَ به حڪمت آهي ته اهي ماڻهو مايوس نه ٿين. جيستائين انسان جا عمل پردي ۾ آهن اميد ۽ خوف آهي، ورنه يڪسو ٿي ويندا.

**حڪايت**

هن حڪايت جو مقصد هيءَ آهي ته انڪشاف حقيقت ڪانپوءِ خوف ۽ رجا ختم ٿي ويندو آهي.

برلبِ جو بُرد ظنّے يک فتیٰ

که سليمانؑ ست ماہی گيرما

ترجمو: "هڪ نوجوان کي دريا ڪناري خيال آيو ته اسان جو ماهي گير (مڇيءَ وارو) سليمان ؑ آهي."

جيڪڏهن ماهي گير واقعي سليمان ؑ آهي ته اڪيلو ۽ هن حالت ۾ ڇو آهي! ان خيال ۾ پريشان ٿي رهيو هو، ايستائين جو حضرت سليمان ؑ مستقبل جو بادشاهه بنجي ويو. اهو ديو جنهن حضرت سليمان ؑ جي مُنڊي چورائي هئي تخت تان پڇي ويو. حضرت سليمان ؑ جي سلطنت ٻيهر مضبوط ٿي ويئي. اهو شخص جنهن حضرت سليمان ع کي مڇيون جهليندي ڏٺو هو (ان وقت حضرت سليمان ؑ سلطنت کان محروم ٿي هڪ ملاح جي گهر ۾ روپوش ٿي ويو هو) هڪڙي ڏينهن حضرت سليمان ؑ جي چار ۾ اها مڇي اچي ويئي جنهن اها مُنڊي ڳهي هئي جيڪا ديو کان درياءَ ۾ ڪري پيئي هئي ۽ جنهن جي زور تي حضرت سليمان ؑ حڪومت ڪندو هو ۽ اُن مڇيءَ جي پيٽ مان اها منڊي ڪڍي ڪري حضرت سليمان ؑ پنهنجي آڱر ۾ پائي ڇڏي. جيڪا شيءِ پوشيده ۽ مخفي هجي اُتي وهم ڪارفرما هوندو آهي. جهان جي شادابيءَ لاءِ مينهن جو هجڻ ضروري هوندو آهي. مينهن به ڪڪرن جي حجاب سان نازل ٿيندو آهي ورنه زمين ۾ باليدگي نه ٿيندي. اهڙي طرح غيب جي پوشيده هئڻ ۾ به مصلحت آهي. سڄي دنيا جو مومن هجڻ به مصلحت باري جي خلاف آهي. جيڪڏهن اَئون غيب جي مشاهدي جي لاءِ آسمانن کي

شق ڪريان ها تہ هَلْ تَرٰى مِنْ فُطُوْرٍ (الملڪ:۳) جي دعوت ڪونہ ڏيان ها. قرآن پاڪ ۾ الله تعالىٰ جي حڪمت تي استدلال ۾ هيءَ آيت آهي فَارْجِعِ الْبَصَرَ هَلْ تَرٰى مِنْ فُطُوْرٍ (الملڪ:۳) "اي انسان تون آسمان تي نظر ڊوڙاءِ! ڇا توکي ان ۾ ڪو چير نظر اچي ٿو؟ غيب ۾ هيءَ بہ حڪمت آهي تہ ڪجھ ڏينهن ڪم اڳيان پويان هلندا رهن. غائبانہ اطاعت جو وڏو درجو آهي. آياتِ الاهيہ جي مشاهدي ڪانپوءِ ايمان معتبر نہ ٿيندو. خدا جنهن کي چاهيندو خود علمِ وهبي عطا فرمائيندو ۽ اهو غيب تي واقف ٿي ويندو. تنهن ڪري ان ڳالھ ۾ خاموش رهہ. جڏهن مشاهدو ٿيندو تہ پوءِ ڪنهن شاهد جي ضرورت نہ رهندي. اڳ ۾ بزرگ رومي ارشاد فرمايو تہ فقط الله جي ئي شاهدي ڪافي آهي "آفتاب آمد دليل آفتاب." هاڻي ان مضمون کان پاسو ڪري چوي ٿو تہ ها، الله جي شاهدي ڪافي ضرور آهي پر جيئن تہ الله تعالىٰ پنهنجي شاهديءَ ۾ ملائڪن ۽ اهل علم کي شريڪ ڪيو آهي تہ آئون بہ شاهدي ڏيان ٿو تہ قرآن پاڪ ۾ آهي تہ شَهِدَ اللّٰهُ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ وَالْمَلٰٓئِكَةُ وَاُولُوا الْعِلْمِ (آل عمران:۱۸) "الله هن تي شاهدي ڏئي ٿو تہ ڪانئس علاوہ ڪوبہ معبود نہ آهي ۽ ملائڪ ۽ اهلِ علم بہ شاهدي ڏين ٿا." هاڻي هيءُ سمجهائي ٿو تہ خدا جي شاهديءَ ڪانپوءِ ملائڪن ۽ عالمن جي شاهديءَ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟ ان جو جواب هن طرح ڏئي ٿو تہ جهڙي طرح سج جي هوندي چنڊ ۽ ستارن جي وجود ۾ مصلحت ڪارفرما آهي ۽ جهڙي طرح تارين جي چنڊن جي نور ۾ فرق آهي، اهڙي طرح ملائڪن جي مرتبن ۾ فرق آهي. ائين انسانن جي عقلن ۾ بہ فرق آهي.

**حضور ﷺ جن جو زيد رضي الله عنه کي فرمائڻ تہ هن راز کي ان کان وڌيڪ فاش نہ ڪر ۽ فرمانبرداريءَ جو لحاظ رک!**

گفت پیغمبرؐ کہ اصحابی نجوم
رہرواں را شمع و شیطاں را رجوم

ترجمو: "پيغمبر ﷺ فرمايو تہ منهنجا صحابي ستارا آهن، جيڪي مسافرن لاءِ شمع ۽ شيطان جي لاءِ گُرز آهن.

حديث شريف ۾ آهي تہ اَصْحَابِيْ كَالنُّجُوْمِ بِاَيِّهِمْ اِقْتَدَيْتُمْ اِهْتَدَيْتُمْ "منهنجا صحابي ستارن وانگر آهن، توهان جنهن جي بہ پيروي ڪندؤ تہ سڌو رستو وٺندؤ ستارن جا ٻہ فائدا آهن: هڪ رهنمائي، ٻيو هيءُ تہ اهي شيطانن جي لاءِ گرز بہ آهن. جيڪي شيطان آسماني ڳالهين چورائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا انهن کي هلاڪ ڪري ڇڏين ٿا. اهڙي طرح صحابي جيڪي اهل العلوم آهن اهي منڪرن جي هلاڪت جو سبب آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ قُلْ اِنَّمَآ اَنَا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ يُوْحٰٓى اِلَيَّ (الڪهف:۱۱۰) "(اي نبي ﷺ!) تون ماڻهن کي چئو تہ آئون توهان جهڙو انسان آهيان مون تي وحي اچي ٿو." حضور ﷺ کي خطاب ڪري الله تعالىٰ فرمايو آهي: "اهڙي طرح سان اسان پنهنجي حڪم سان دين جي جان (يعني قرآن) توهان ڏانهن وحي جي ذريعي موڪلي آهي. توهان نٿي ڄاتو تہ ڪتاب ڪهڙي شيءِ آهي ۽ هيءُ بہ نٿي ڄاتو تہ ايمان ڇا کي چوندا آهن. سڌو سنئون منجانب الله افاضہ عوام جي لاءِ مناسب نہ آهي انهيءَ ڪري رسول واسطو بنيو آهيان. هاڻي قالي ۽ قولي تعليمات جي ضرورت نہ آهي. اسرارِ الاهي جي معرفت بذريعہ علمِ لدني حاصل ٿيڻ لڳندي. جڏهن دل هوا ۽ هوس کان پاڪ ٿي ويندي تڏهن الله جون تجليون اُن تي ائين ئي ٿينديون جيئن عرش تي هونديون آهن. جڏهن الله سان رابطو پيدا ٿي ويندو آهي تہ الله تعالىٰ دل تي سڌو سنئون الهام فرمائيندو آهي ۽ اُن کي علوم لدنيہ حاصل ٿي ويندا آهن. اسرارن جو کولڻ رسوائي جو سبب آهي. قيامت جي ڏينهن سڀ لِڪل راز کُلي ويندا.

**حضرت زيد رضي الله عنه واري حڪايت ڏانهن واپسي**

زید را اکنوں نیابی کو گریخت
جست از صفِ نعال و نعل ریخت

ترجمو: "اي مخاطب، هاڻي تون زيد کي نہ لهندين ڇاڪاڻ تہ هاڻي اهو ڀڄي ويو. مجلس جي آخري صف مان تيزيءَ

سان روانو ٿي ويو.“

زيد هاڻي فنا جي اُن مقام تي پهچي ويو آهي جو کيس پنهنجي به خبر نه آهي. عالمِ ارواح ۾ اسان جا سيئي حواس خدائي نور ۾ اهڙي طرح محو هئا جيئن حضرت زيد رضي الله عنه تي محويت طاري هئي. سوره ياسين ۾ ذکر کيل آهي ته اِنْ كَانَتْ اِلَّا صَيْحَةً وَّاحِدَةً فَاِذَا هُمْ جَمِيْعٌ لَّدَيْنَا مُحْضَرُوْنَ ﴿٥٣﴾ (ياسين:٥٣) ”قيامت بس هڪ زوردار آواز هوندو، پوءِ سڀ ماڻهو اسان جي حضور ۾ حاضر ڪيا ويندا.“ جهڙي طرح ستارا ڏينهن ۾ لِڪي ويندا آهن ۽ رات ٿيندي ئي مصروفِ عمل ٿي ويندا آهن، اهڙي طرح جڏهن انسان تي رات يعني موت طاري ٿيندو آهي ۽ روح عالمِ ارواح ۾ پُهچي ويندو آهي ته ملائڪ اُن ۾ تصرف شروع ڪندا آهن. سکرات الموت کان بيهوشي طاري ٿي ويندي آهي ۽ عالمِ برزخ ۾ روحن تي غنودگي طاري ٿي ويندي آهي. صبح ٿيندي ئي سيئي انسان ننڊ مان بيدار ۽ سجاڳ ٿي ويندا آهن. اهڙي طرح قيامت جو صبح به ايندو ۽ قيامت جي ميدان ۾ سڀ بيهوش هوش ۾ اچي ڪري جناب باري ۾ پهچي ويندا. انهيءَ ڪري حديث ۾ سُمهي اُٿڻ جي هيءَ دعا ٻڌائي وئي آهي: اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِىْ اَحْيَانَا بَعْدَ مَا اَمَاتَنَا وَاِلَيْهِ النُّشُوْرُ-روح حضرت آدم عليه السلام جي جسم ۾ اچڻ کان پهريان انڪار ڪيو هو، ازل ۾ روح جسم ۾ اچڻ لاءِ آماده نه هو، مجبوراً روح کي جسدِ عنصري اختيار ڪرڻو پيو ۽ دنيا جي احوالن ۾ مبتلا ٿيڻو پيو.

وڏن عهدن جي ڪاوش انسان مال حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪري ٿو جنهن جو سبب افلاس ۽ مسڪينيءَ جو ڊپ هوندو آهي، جيڪو بقدر الله آهي ته گويا انسان جو عهدا حاصل ڪرڻ الله کان ڏڪڻ آهي. مشهور آهي ته آب حيات تائين پهچڻ لاءِ گهٽين ئي اونداهين مان گذرڻو پوي ٿو، مطلب ته رات جي اونده ۾ آبِ حيات تلاش ڪر. انسان جيڪو نطفي مان پيدا ٿيو آهي، اُن جا دشمن ناري آهن. مخلوق کان علاوه شهوت جي باه پڻ ماڻهوءَ جي دشمن آهي. جهڙي طرح دوزخ جي باه پاڻيءَ سان نه وسامندي اهڙي طرح شهوت جي باه به پاڻيءَ سان ڪونه وسامي سگهندي پر دين جي نور جي ذريعي وسامندي. نمرود حضرت ابراهيم عليه السلام کي باه ۾ وڌو هو.

حضرت ابراهيم عليه السلام تي باه گلزار بڻجي وئي هئي. حضرت ابراهيم عليه السلام جو نور باه جي وسامڻ جو سبب بڻيو هو، توهان به جيڪڏهن شهوت روڪيندؤ ته رُڪجي ويندي. شهوت ۽ اُن جي تقاضائن کي پوري ڪرڻ جو مثال باه ۽ ٻارڻ آهي. جيتري قدر شهوت جي تقاضا پوري ڪندؤ اوترو ان ۾ اضافو ٿيندو. حضرت ابراهيم عليه السلام کي باه ساڙي ڪونه سگهي. اهڙي طرح آتش نفس کان پاڪ ماڻهو محفوظ رهن ٿا. جيڪي ڪامل ٿي ويا آهن انهن کي جائز لذتون نقصان نٿيون ڏين. ابتدائي مجاهدن ۾ انهن جو ترڪ مناسب آهي. مريضن کي ماکي نقصانڪار ٿي سگهي ٿي، طبيب کي نقصانڪار نه آهي. اهڙي طرح شيخ ڪامل دنيوي لذتن جو استعمال ڪري سگهي ٿو پر مبتدي ۽ سيکڙاٽ جي لاءِ مناسب نه آهي. شيخ ڪامل جو مثال وهندڙ چشمي وانگر آهي ۽ مبتدي مَٽ وانگر آهي. جيڪڏهن بيمار غذا ڪائيندو ته بيماريءَ ۾ اضافو ٿيندو، صحت مند کائيندو ته اڳتي وڌندو.

**امير المومنين حضرت عمر رضي الله عنه جي زماني ۾ شهر کي باه لڳڻ:**

آتشے افتاد در عہد عمرؓ
ہمچو چوبِ خشک میخورد او حجر

ترجمو: ”حضرت عمر رضي الله عنه جي زماني ۾ اهڙي باه لڳي وئي جيڪا پٿرن کي به سُڪل ڪاٺيءَ وانگر ساڙي رهي هئي.“

پاڻي خوف زده ۽ حيران هو ته اُن سان باه ڇو نٿي وسامي! پاڻي ۽ سرڪي جا مٽ باه تي وجهي رهيا هئا. الله جي قدرت لامحدود آهي. ماڻهو حضرت عمر رضي الله عنه وٽ آيا ته باه پاڻيءَ سان به نٿي وسامي، ڇا ڳالهه آهي؟ حضرت عمر رضي الله عنه فرمايو ته اهو خدا جو قهر آهي ۽ توهان جي بُخل جي گناهه جي سزا آهي. پاڻيءَ کي ڇڏيو، بُخل کان توبهه

ڪريو. غريبن ۾ ماني تقسيم ڪريو. ماڻهن چيو ته غريبن ۽ مسافرن جي لاءِ اسان جا دروازا کليل آهن. حضرت عمر رضي الله عنه فرمايو ته توهان جي لاءِ مهمان نوازي عادت آهي پر عبادت نه آهي. ديندارن ۽ دشمنن ۾ فرق ڪريو، پنهنجي ضرورت تي ٻئي کي ترجيح ڏيو، وڏائي نه ڪريو.

**امير المومنين حضرت علي رضي الله عنه سان بدتميزيءَ جو قصو ۽ امير المومنين طرفان هٿ مان تلوار اُڇلائڻ:**

از عليؓ آموز اخلاصِ عمل

شير حق راداں مطہر از دغل

ترجمو: ”حضرت علي رضي الله عنه کان اخلاص جو عمل سک، اسد الله کي کوٽ کان پاڪ سمجھ.“

اسدالله حضرت علي رضي الله عنه جو لقب آهي. جهاد ۾ حضرت علي رضي الله عنه هڪ پهلوان تي قابض ٿيو ۽ جلد تلوار ڪڍيائين ته جيئن کيس قتل ڪري، ايتري ۾ اُن حضرت علي رضي الله عنه حضرت علي رضي الله عنه جو چهرو ننڍن وڏن سيني جي لاءِ باعثِ فخر بلڪ چنڊ لاءِ به باعثِ تعظيم آهي پر اُن ڪافر اها گستاخي ڪئي. ان تي حضرت علي رضي الله عنه پنهنجي تلوار واپس مياڻ ۾ وڌي. اهو ڏسي ڪافر پهلوان حيران ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو ته توهان تلوار ڪڍي هئي، پوءِ ڇا جي ڪري واپس رکي ڇڏي؟ توهان جي ان عمل منهنجي دل ۾ جوت جاڳائي ڇڏي آهي. اِهو اُهو بيابان هو جنهن ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جي قوم بني اسرائيل تي آسمان مان ڪکر آيو ۽ من، سلويٰ به لهندو هو. معمولي ڪکر به مينهن وسائي ڪڻڪ پيدا ڪري ٿو جنهن مان محنت ۽ مشقت ڪري انسان نفع اندوز ٿئي ٿو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي ڪکر سان گڏ محنت ۽ مشقت کان سواءِ من، سلويٰ لهندو هو.

جيڪي پڪل ڪاڌي جا شوقين هئا انهن حضرت موسيٰ عليه السلام کان پاڃين ۽ ٿوم ۽ دال جي گهر ڪئي. سندن حرص جي ڪري من ۽ سلويٰ بند ٿي ويو. حضور صلي الله عليه وسلم ارشاد فرمايو ته اَبِيْتُ عِنْدَ رَبِّ يُطْعِمُنِيْ وَيَسْقِيْنِيْ آئون پنهنجي رب وٽ رات گذاريان ٿو، اهو مون کي کارائي ۽ پياري ٿو.

پهلوان حضرت علي رضي الله عنه کي چيو ته تو ڇا جي ڪري مون کي قتل ڪرڻ کان سواءِ ڇڏي ڏنو. بزرگ رومي رحمة الله عليه هتي مشاهدي جا مختلف مرتبا ذڪر ڪري ٿو: هڪ ”مشاهده حق“ جنهن کي جمع به چوندا آهن ٻيو ”مشاهده خلق“ جنهن کي فرق چوندا آهن. ٽيون حق ۽ خلق جي مجموعي جو مشاهدو جنهن کي ”جمع الجمع“ چوندا آهن. خلق جو مشاهدو صاحبِ فرق جي لاءِ نقصانڪار ۽ صاحب جمع الجمع جي لاءِ عين ايمان آهي. عالم جي ڪثرت جو هر شخص مشاهدو نٿو ڪري سگهي. اي علي مرتضيٰ رضي الله عنه! تون اهو راز کول جيڪو توتي منڪشف ٿيو آهي. جيڪو توهان تي منڪشف ٿيو آهي اُن جو عڪس مون تي به ڪجھ پيو آهي. چند ڳالهائڻ کان سواءِ رهنمائي ڪندو آهي. جيڪڏهن ڳالهائي ته ڪر وڌيڪ رهنمائي ڪري. حضور صلي الله عليه وسلم جو ارشاد آهي ته اَنَا مَدِيْنَةُ الْعِلْمِ وَعَلِيٌّ بَابُهَا ”آئون علم جو شهر آهيان ۽ علي رضي الله عنه ان جو دروازو آهي.“ مشاهده حق جي لاءِ دروازي جو ٺي کلڻ ضروري نه آهي. ڪائنات جي هر هر ذري ۾ اُن جو مشاهدو ٿي سگهي ٿو پر پوءِ به نگران جي ضرورت آهي. جيئن اڳئين شعر ۾ فرمايو اٿس ته جيڪو دروازو هِن جي لاءِ بڻايو ويو آهي ته اچڻ وارو اُن مان داخل ٿئي، اهو بند ڪونه ڪيو ويندو آهي. شيخ ڪامل جي ذريعي ئي اهو اطمينان حاصل ٿيندو ته هر ذري جي ذريعي مشاهدو ٿي سگهي ٿو. مشاهد کي حيرت جي ڪيفيت لاحق ٿيندي آهي ۽ اهو وڌيڪ انڪشاف جي لاءِ ڪوشش ڪندو آهي. ان جو مثال ائين آهي جيئن ڪنهن کي هڪ خزانو ملي وڃي ته اهو شوق ۾ جهنگ ۾ وڌيڪ خزانن ڳولڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. شيخ ڪامل کان سواءِ ذاتي جدوجهد سان ڪمال حاصل نٿو ٿئي. غيب سان مناسبت شيخ ڪامل جي ذريعي ٿي سگهي ٿي.

**امير المومنين حضرت علي رضي الله عنه کان اهو دريافت ڪرڻ ته "توهان مونکي قتل ڪري پي سگهيؤ پر توهان ڇا جي ڪري تلوار اُڇلائي ڇڏي ۽ مونکي قتل نه ڪيو!"**

پس بگفت آں نومسلمانِ ولی
از سرِ مستی ولذت باعلیؓ

ترجمو: "اُن نئين مسلمان ولي حضرت علي رضي الله عنه کي لذت ۽ سر مستي جي حالت ۾ چيو"

ماءُ جي پيٽ ۾ ٻار جي تدبير ۽ نشونما ۾ مختلف ستارن جو دخل ٿيندو رهندو آهي. روح پوڻ وقت سج مددگار بڻبو آهي، جنهن جي ڪري ٻار ۾ حيواني روح ايندو آهي. سج کان سواءِ ٻيا ستارا فقط جسماني نشو نماء جي لاءِ تدبير ڪندا آهن. سج ڪائنات ۾ گهڻن رستن سان اثر انداز آهي. اهو مخفي رستو جنهن سان اهو ماءُ جي پيٽ جي ٻار تي اثر انداز آهي، اسين حواسن سان ان جو ادراڪ نٿا ڪري سگهون. اهو ئي اهو رستو آهي جو سج کاڻ ۾ سون جي پرورش ڪندو آهي. ان رستي سان ان جي ذريعي پٿر ياقوت بڻبو آهي. لعل ۾ ڳاڙهاڻ سج جي ڪري ٿيندي آهي. گهوڙي جي نعل ۾ گهٽي مهل ان رستي سان سج جو تاثير ٿيندو آهي جنهن سان ٻاهه پيدا ٿيندي آهي. ميون جو پچڻ سج جي اثر سبب آهي. حضرت ابراهيم عليه السلام جي لاءِ قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي ته ابراهيم اڪيلو هڪ قوم هو. ارڙ نانگ کي مارڻ گهرجي انکي پچڻ جو رستو نه ڏيڻ گهرجي. توهانکي گهرجي ها ته مون جهڙي دشمن کي قتل ڪري ڇڏيو ها پر توهان ڇڏي ڏنو.

**امير المومنين حضرت علي رضي الله عنه جو جواب ڏيڻ ته اُن وقت تلوار کي اُڇلائڻ جو سبب ڪهڙو هو!**

گفت من تیغ من از پے حق میزنم
بندۂ حقمّ نہ مامورِ تنم

ترجمو: فرمايائين: آئون الله جي لاءِ تلوار هلايان ٿو، آئون خدا جو ٻانهو آهيان پنهنجي جسم لاءِ تلوار نٿو هلايان."

منهنجو جهاد فقط الله جي لاءِ آهي. حضور صلي الله عليه وسلم بدر جي جنگ ۾ ڪافرن ڏانهن هڪ مُٺ پٿرين جي اُڇلي هئي، جنهن سان ڪافر پريشان ٿي ويا. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو ته اهو توهان جو اُڇلائڻ نه هو اسان جو ڪم هو جنهن جو اهو تاثير ٿيو. جڏهن ٻانهو ڪو ڪم الله جي عين مرضيءَ مطابق ڪري ٿو ته اُن ڪم کي الله ڏانهن منسوب ڪيو ويندو آهي. الله تعاليٰ جي معاملي ۾ منهنجي ڪا ذاتي غرض نه آهي. خدا جي مرضيات ۾ بلڪل خدا جي تابع آهيان جيئن پاڇو سج جي تابع آهي. آئون دربان آهيان. دربان جو ڪم دربار تائين پهچائڻ آهي. بادشاهن جي تلوارن ۾ موتي جڙيل هوندا آهن. منهنجي تلوار جو زيور خدا جو وصال آهي. منهنجي جهاد جو مقصد قتل ڪرڻ نه آهي پر راه حق ڏيکاري هميشه جي حياتي ڏيڻ آهي. آئون ڪک نه آهيان. آئون ته صبر، حلم ۽ انصاف جو جبل آهيان. هوا جبل کي ڪيئن لوڏيندي؟ ڪک ته هر ناموافق هوا ۾ اُڏامي ويندو آهي. آئون حلم ۽ بردباريءَ جو جبل آهيان ۽ منهنجو وجود اُن حلم جي جڙ ۽ بنياد آهي پر الله جي هوا جي لاءِ آئون بمنزل ڪک جي آهيان. ڪاوڙ ۽ غصو بادشاهن تي حڪمران آهي، مون اُن کي قابو ڪيو آهي. هڪ دفعي حضرت علي رضي الله عنه حضرت فاطمه رضي الله عنها کان رنجيده ٿي ڪري مسجد نبويءَ جي ڪچي فرش تي وڃي ليٽيو. پگهر جي ڪري زمين جي مِٽي سندن بدن تي لڳي ويئي. حضور صلي الله عليه وسلم کي معلوم ٿيو ته پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم مسجد ۾ پُهچي سندن جسم تان مِٽي صاف ڪرڻ شروع ڪئي ۽ محبت مان فرمايائون: قُمْ يَا اَبَا تُرَابٍ "اي مِٽيءَ ۾ پريل اُٿ" اُن ڏينهن کان حضرت علي رضي الله عنه جو لقب ابوتراب پئجي ويو. حديث شريف ۾ آهي ته مَنْ اَحَبَّ لِلّٰهِ وَاَبْغَضَ لِلّٰهِ وَاَعْطٰى لِلّٰهِ فَقَدِ اسْتَكْمَلَ الْاِيْمَانَ "جنهن شخص ڪنهن سان محض الله جي لاءِ

محبت ڪئي ۽ الله جي لاءِ بُغض رکيو ۽ ڪنهن کي محض الله جي لاءِ ڏنو ۽ محض الله جي لاءِ نه ڏنو، اُن پنهنجي ايمان کي مڪمل ڪيو.“ مطلب ته انهن ڪمن ۾ اُن جي ذاتي غرض شامل نه هجي ته اهو خاصانِ خدا مان آهي. عمل جو اهو اخلاص ماڻهن کي ڏيکارڻ جي لاءِ نه آهي پر منهنجو اهو عمل عين اليقين آهي. قُربِ الاهي جي نور جي ڪري منهنجو هر ڪم عليٰ وجہ البصيره آهي. آئون هر وقت الله تعاليٰ کان نور جو ڪسب ڪندو رهندو آهيان. جيتري قدر آئون پنهنجي باري ۾ چئي چُڪو آهيان ان کان وڌيڪ چوڻ جو موقعو نه آهي. بخاري شريف ۾ حضرت علي رضي الله عنه جو قول منقول آهي ته حَدِّثُوا النَّاسَ بِمَا يَعْرِفُوْنَ اَتُحِبُّوْنَ اَنْ يُّكَذَّبَ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ ”ماڻهن سان اهي ئي ڳالهيون ڪريو جيڪي اُهي سمجهي سگهن. ڇا توهان هي پسند ڪريو ٿا ته الله ۽ اُن جي رسول کي ڪوڙو چيو وڃي“، يعني عوام جي لاءِ ناقابلِ فهم ڳالهيون ڪندؤ ته اهي انهن ڳالهين جي تڪذيب ڪندا. آئون پنهنجي انهن ڳالهين تي دليل ته قائم نٿو ڪريان ڇاڪاڻ ته اهي ذوقي ڳالهيون آهن. خود شاهدي ڏيان ٿو ۽ جيئن ته آئون آزاد آهيان، آزاد شخص جي شاهدي شريعت ۾ معتبر هوندي آهي، جيڪا خود پنهنجي جڳهه تي دليل آهي. غلام کي جيڪڏهن سندس آقا ۽ مالڪ چوي ته اَنْتَ حُرٌّ (تون آزاد آهين) ته فوراً آزاد ٿي ويندو آهي پر شهوت جو غلام موت تائين غلام رهندو آهي. گناهن جي ڪري قساوت قلبي ٿيندي آهي. قرآن مجيد قساوت قلبي جو بيان ڪيو آهي ۽ ڪافرن جون دليون خون نه ٿيڻ جو سبب انهن جي فساوت قلبي جي انتها آهي. انهن قسيُّ القلب ماڻهن جا جگر ٻه خون ٿيندا پر قيامت ۾ ٿيندا، جڏهن ته خون جگر وهائڻ مان ڪو نفعو نه ٿيندو. شاهديءَ جي لاءِ عدالت شرط آهي جنهن جي حريت (آزادي) ضروري آهي. شيطان جو غلام عادل نه سڏبو ۽ اُن جي شاهدي معتبر نه ٿيندي. قرآن پاڪ ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جي باري ۾ فرمايو ويو آهي ته اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ شَاهِدًا (الفتح:٨) ”اي رسول! اسان توکي شاهد ڪري موڪليو آهي.“ هاڻي آئون خدائي اخلاق ۽ صفات جو حامل آهيان. حديث قدسي ۾ آهي ته اِنَّ رَحْمَتِيْ سَبَقَتْ غَضَبِيْ ”بيشڪ منهنجي رحمت منهنجي غضب تي سبقت ڪري ويئي.“ حضرت علي رضي الله عنه اُن شخص کي چيو ته هاڻي تون ۽ آئون هم شرب ۽ هم مذهب ٿي وياسون. تو هڪڙي گهڙيءَ ۾ عروج حاصل ڪري ورتو. هاڻي تون مسلمان بنجي چڪو آهين هتي بزرگ رومي رحمة الله عليه کي اهي مثال بيان ڪري ٿو جن ۾ گناهه نجات جو سبب بنيو آهي جيئن هتي ٻه قتل جو ارادو گستاخ ڪافر جي مسلمان ٿيڻ جو سبب بنيو. حضرت عمر رضي الله عنه حضور صلي الله عليه وسلم کي ايذاءِ ۽ تڪليف پهچائڻ هليو هو ۽ مسلمان ٿي ويو. فرعون جا جادوگر حضرت موسيٰ عليه السلام جي مقابلي جي لاءِ آيا ۽ مسلمان ٿي ويا. جڏهن الله تعاليٰ جي ڪرم سان سيئات (گناهه) ٻه حسنات (نيڪيون) بنجي وڃن ٿا ته پوءِ گنهگارن کي مايوس ٿيڻ نه گهرجي. شيطان جو مقصد گناهه ڪرائي تباهه ڪرڻ آهي. جڏهن گناهه اطاعت بنجي ويندو آهي تڏهن اُن کي انتهائي صدمو ۽ ڏک پهچندو آهي. جڏهن الله تعاليٰ جو مخالفن سان اهو ورتاءُ آهي ته دوستن تي ڪيڏي نه ٻاجهه فرمائيندو هوندو.

**امير المومنين حضرت علي رضي الله عنه جي خادم کي حضور صلي الله عليه وسلم جو ڪَن ۾ چوڻ ته ”عليءَ جي شهادت تنهنجي هٿان ٿيندي، مون توکي ٻڌائي ڇڏيو آهي“**

حضرت علي رضي الله عنه ابن ملجم خارجيءَ جي هٿان شهيد ٿيو جيڪو صحابي ڪونه هو. ان صورت ۾ هن قصي جي تصديق صحيح روايتن سان نٿي ٿئي.

گفت پيغمبرؐ بگوشِ چاکرم
کو بُرد روزے ز گردن ايں سرم

ترجمو: ”منهنجي خادم جي ڪن ۾ پيغمبر صلي الله عليه وسلم فرمايو ته تون هڪ ڏينهن هن ڪنڌ کي ڪورينديـن.“

رسول الله صلي الله عليه وسلم وحي جي ذريعي فرمايو ته منهنجي هلاڪت اُن جي هٿان ٿيندي. حديث شريف ۾ آهي ته جَفَّ

الْقَلَمَ بِمَا اَنْتَ لَاقٍ "جيڪو تو سان ٿيڻ وارو آهي ان کي لکي ڪري قلم خُشڪ ٿي چُڪو آهي." مطلب تہ تقدير جو لکيو هاٿي منجي نٿو سگهي. جڏهن قاتل خود نٿو قتل ڪري پر قدرت جو هٿ قتل ڪري ٿو تہ قاتل کان بدلو ڇو ورتو وڃي ٿو؟ قاتل کي صدورِ قتل کان اڳ قتل ڪرڻ اضطرار محض تي قتل ڪرڻ آهي ۽ جڏهن اُن کان قتل صادر ٿئي ٿو تہ اُن جو اختيار بہ ڪارفرما هجي انهيءَ ڪري هاٿي اُن جو قتل عين حڪمت آهي، باقي هيءَ ڳالهہ تہ بهرحال اهو هڪ آلہ صدور قتل کان اڳ ۽ پوءِ بہ هو ۽ الله تعاليٰ هاٿي قصاصاً ان کي قتل ڪرڻ جو حڪم فرمايو تہ الله کي اختيار آهي تہ پنهنجي هڪ آلي کي پاڻ ٽوڙي ڇڏي. پنهنجي ڪنهن ڪم کي هاٿي خلاف مصلحت قرار ڏي ۽ اُن جي بجاءِ ٻيو حڪم ڏي تہ اهو ان ئي حڪم تي مصلحتن جا باغ کولي ڇڏيندو آهي.

تشريع ۾ جيڪا تبديلي ٿيندي آهي اها مصلحتن سان ڀريل هوندي آهي. الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي تہ مَا نَنْسَخْ مِنْ اٰيَةٍ اَوْ نُنْسِهَا نَاْتِ بِخَيْرٍ مِّنْهَآ اَوْ مِثْلِهَا (البقره:١٠٦) "جڏهن اسين ڪنهن آيت کي منسوخ ڪندا آهيون يا ڀُلائيندا آهيون تہ اُن کان بهتر آڻيندا آهيون." تڪوينيات ۾ بہ جڏهن الله تعاليٰ ڪو تغير فرمائيندو آهي تہ اُن ۾ بہ مصلحت هوندي آهي. بظاهر نور جي تبديليءَ ڪانپوءِ ظُلمت جي آمد ڪا مناسب معلوم نٿي ٿئي پر جاندارن کي حقيقتاً ان سان آب حيات حاصل ٿئي ٿو ۽ سيئي قُويٰ نئين سر تروتازه ٿين ٿا. رات ۾ انسان خاموش رهيو، عقل ۽ خرد ترو تازه ٿيو، جيڪو اُن جي شُهرت جو سبب بنجي ٿو. وري بزرگ روميؒ ٻين تغيرات جو ذڪر فرمائي ٿو تہ جيڪي شيون پاڻ ۾ مقابل آهن، انهن مان هڪ شيءِ وڃي ٿي تہ اُن جي مقابلي ۾ ٻئي شيءِ نمودار ٿئي ٿي. حضورﷺ جا جيتري قدر غزوات آهن انهن ۾ بظاهر تخريب آهي پر حقيقت ۾ تعمير آهي. مالهي تاريون ڪپي ٿو ۽ گاهہ پٽي ٿو، اُن جي ڪري باغ ۾ ميوا ۽ گل گهڻا ٿين ٿا، طبيب ڏند ڪڍندو آهي پر مصلحت هيءَ هوندي آهي تہ بيمار کي آرام ملي. گهٽين شين ۾ جيڪو نقصان نظر اچي ٿو اهوئي اضافن جو سبب آهي. انسان شهيد ٿي ڪري بقاءِ دوام حاصل ڪندو آهي. شهيدن جي باري ۾ آيت يُرْزَقُوْنَ ۽ فَرِحِيْنَ نازل ٿي آهي يعني انهن شهيدن کي رزق ڏنو ويندو آهي ۽ اهي خوش ٿين ٿا. الله جي نالي تي جانور ذبح ٿئي ٿو ۽ انسان اُن کي کائي ٿو تہ اُن کي هيءَ فضيلت حاصل ٿئي ٿي جو اهو اشرف المخلوقات جي بدن جو جُزو بنجي ٿو. انسان جو ڪنڌ جيڪڏهن الله تعاليٰ جي نالي تي ڪٽجي تہ سوچيو تہ اُن کي ڪهڙيون فضيلتون حاصل ٿينديون. بزرگ روميؒ فرمائي ٿو تہ انسان جو ڪنڌ الله جي نالي تي ڪٽبو تہ انسان کي هڪ اهڙو ڪنڌ عنايت ٿي ويندو جيڪو انوار ۽ شربت پيئندو. جيڪڏهن تون خود ترڪ دنيا نٿو ڪري سگهين تہ ڪنهن ڪامل عارف جو هٿ پڪڙ، اهو تنهنجي ٽامي کي سون بنائيندو. اهو سُونهون تنهنجو دامن پاڪ ڪندو، جيڪڏهن تون پاڻ تقويٰ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندين تہ ڪو نہ ڪو شيخ ڪامل تو کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو. هڪ ماهر ڪاريگر گهر ڪوٽيندو آهي، پوءِ اُن کي جنت نشان بنائيندو آهي، هڪ بُري عادت ڇڏائي لکين ڀليون عادتون پيدا ڪندو آهي. قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ وَلَكُمْ فِى الْقِصَاصِ حَيٰوةٌ (البقره:١٧٩) "توهان جي لاءِ قصاص ۾ زندگي آهي." حضرت عليؓ فرمايو تہ قاتل جيڪو تقدير جو اسير آهي، اُن کي خدا جي حڪم کان سواءِ ڪير ماري سگهي ٿو؟ جيڪڏهن پُٽ جو قتل پيءُ جي هٿان مقرر ٿي چڪو آهي تہ شفقت پدري اُن کي نٿي روڪي سگهي. وڃ! الله جي حڪم اڳيان ڪنڌ جُهڪاءِ، ٻين تي مذاق ۽ طعنہ زني نہ ڪر!

### ابليس لعين جي گمراهيءَ تي حضرت آدم عليه السلام جو تعجب ڪرڻ

هن قصي جو مقصد بہ اهوئي آهي تہ گنهگارن تي چٿرون نہ ڪجن ۽ پاڻ تي وڏائي نہ ڪرڻ گهرجي.

روزے آدم بر بلیسے کو شقی ست
از حقارت وز زیافت بنگریست

ترجمو: هڪ ڏينهن آدم عليه السلام ابليس بدبخت کي حقارت ۽ ڪوٽ واري نگاهہ سان ڏٺو."

خود بيني جي ڪري شيطان تي چڙرون ڪيائين. الله تعاليٰ فرمايو ته توکي لِڪل رازن جو علم نه آهي. حضرت آدم ع عرض ڪيو ته مون ان نظر کان توبه ڪئي، اي منهنجا رب! مون تي گرفت نه ڪر، اسان جي مصروفيت اسان کي سلوڪ جي رستي ۾ هلڻ نٿي ڏي. اها جان جيڪا معرفتِ الاهي کان خالي آهي، جيڪڏهن بچيل به آهي ته به ڪجهه فائدو نه آهي. اهڙي جان ته ڊپ ۽ خوف جو سرمايو آهي. جڏهن الله تعالي رستو نه ڏي ته جان جو بچڻ فرضي ۽ غير واقعي آهي، ڇاڪاڻ ته اهڙي جان ته خودمرده آهي. انڌو بيڪار آهي، هلي ڦري نٿو سگهي. ا٠ ڪان سواءِ هر شيءِ باطل آهي. بيشڪ، الله جو فضل اٽڪ آهي.

**امير المومنين حضرت علي رضي الله عنه جي قصي ڏانهن واپسي**

بازرو سوئے عليؓ و خونيش

واں کرم با خونی و افزونیش

ترجمو: ”حضرت علي رضي الله عنه ۽ اُن جي قاتل جي قصي ڏانهن وري هل ۽ قاتل تي اُن جي ڪرم ۽ ڪرم ۾ اضافي ڏانهن هل.“

حضرت علي رضي الله عنه پنهنجي مقابل کي چيو ته آئون دشمن کي اکين سان ڏسان ٿو پر ذاتي معاملي ۾ ڪاوڙ نٿو ڪريان. حديث شريف ۾ آهي ته مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا (مرڻا اڳ مري ڏيکاريو). موت ڪافرن جي لاءِ باعثِ خوف ۽ مومن جي لاءِ باعثِ امن آهي. جيئن دريا بدڪ جي لاءِ قوت جو سبب ۽ ڪُڪڙ لاءِ ڪمزوري جو باعث آهي، ٻار جو ماءُ جي پيٽ مان ٻاهر اچڻ ان جو انتقال آهي ۽ پيٽ ۾ اُن جي نشو و نما ٿئي ٿي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته وَلَا تُلْقُوْا بِاَيْدِيْكُمْ اِلَى التَّهْلُكَةِ (البقره:١٩٥) ”توهان پنهنجو پاڻ کي هلاڪت ۾ نه وجهو.“ بزرگ هلاڪت جي معنيٰ موت ڪئي آهي، جڏهن ته هڪ صحيح حديث ۾ ان جي معنيٰ جهاد کي ڇڏڻ ٻڌائي ويئي آهي. هيءَ ڳالهه سمجهڻ گهرجي ته ”نهي“ انهن شين جي لاءِ هوندي آهي جن ڏانهن انسان کي رغبت هجي، ناپسنديده شيءِ کان روڪڻ جي ڪا معنيٰ نه آهي. هاڻي بزرگ جي ڪلام جو مقصد هيءُ ٿيو ته حضرت علي رضي الله عنه فرمايو: هيءُ موت جيئن ته منهنجي لاءِ مرغوب ٿي چڪو آهي. انهيءَ ڪري ”لَاتُلْقُوْا“ جو خطاب مون ۽ ٻين مون جهڙن جي لاءِ آهي. جيڪي ماڻهو موت کي خود ئي پسند نٿا ڪن اهي حقيقت ۾ ان نهي جا مخاطب نٿا بنجي سگهن ۽ نه اهي هن نهي تي عامل سمجهيا ويندا. جيڪي عشقِ الاهي ۾ مُبتلا آهن ۽ وصال ڳوليندڙ آهن انهن جي لاءِ موت ئي ذريعه وصال آهي ۽ اهي سَارِعُوْا جو پنهنجي پاڻ کي مخاطب سمجهن ٿا ۽ ان تي عمل ڪن ٿا ۽ لَاتُلْقُوْا جي نهي تي عمل ڪرڻ ۾ معذور آهن. مرغوب شيءِ کان منع هوندي آهي، مڪروه شيءِ جي لاءِ ممانعت جي ضرورت ڪونه هوندي آهي. شهيدن جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ چيو ويو آهي ته لَا تَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ قُتِلُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللهِ اَمْوَاتًا ۭ بَلْ اَحْيَاۗءٌ (آل عمران:١٦٩) ”انهن ماڻهن جي لاءِ گمان نه ڪريو جيڪي الله جي رستي ۾ قتل ڪيا ويا آهن. اهي مُئل نه پر زنده آهن. هيءَ ڳالهه ڪنٽي نه آهي، منهنجي خادم، حضور صلي الله عليه وسلم کان جڏهن اهو راز ٻڌو ته شرم کان سندس ڪنڌ جُهڪي ويو.

**هر دفعي خادم جو امير المومنين جي پيرين پئي ٻاڏائڻ اي امير المومنين! مون کي ماري وجهو!**

آمد و در خاک پیشم اوفتاد

دمبدم درپائے من سر می نهاد

ترجمو: ”اهو خادم آيو ۽ منهنجي اڳيان زمين تي ڪري پيو، اُن بار بار منهنجي پيرن تي مٿو رکيو.“

۽ چوڻ لڳو ته اي علي رضي الله عنه مون کي جلد قتل ڪريو ته آئون اهو برو وقت نه ڏسان. آئون خون معاف ڪريان ٿو. حضرت علي رضي الله عنه جواب ڏنو ته آئون تنهنجو هڪ وار به ونگو نٿو ڪري سگهان. جڏهن تقدير جي قلم تنهنجي لاءِ

لکي ڇڏيو آهي ته پوءِ تون بي فکر رهه. آئون تنهنجو سفارشي آهيان. آئون روح جو مالڪ آهيان، جسم جو غلام نه آهيان. جسم جي ڪا به قيمت نه آهي. اي عقل مند! خبردار بُرو گمان نه ڪر، هوش ۾ اچ ۽ الله بهتر ڄاڻي ٿو.

## خدا جي حڪم سان مڪي جي فتح جي طلب

جهدِ پيغمبرؐ بفتح مکه هم
کے بود در حبِّ دنیا متّہم

ترجمو: ”حضور ﷺ جي فتح مڪي واري ڪوشش دنيا جي محبت سان متهم ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟“

حديث شريف ۾ آهي ته لِيْ وَقْتٌ لَايَسَعُنِيْ فِيْهِ غَيْرُ رَبِّيْ ”منهنجي لاءِ ڪو وقت اهڙو اچي ٿو جو اُن ۾ منهنجي اندر منهنجي رب کان سواءِ ڪنهنجي گنجائش نه آهي.“ سوره نجم ۾ آهي ته مَازَاغَ الْبَصَرُ وَمَا طَغٰى ﴿۱۷﴾ (النجم:١٧) ”ديدارِ الاهي جي وقت حضور ﷺ جي نظر هيڏانهن هوڏانهن نه ٿڙي.“ قرآن پاڪ ۾ آهي ته صِبْغَةَ اللّٰهِ ۚ وَمَنْ اَحْسَنُ مِنَ اللّٰهِ صِبْغَةً ۫ (البقره:١٣٨) ”خدا جو رنگ ۽ خدا کان بهتر رنگڻ وارو ڪير آهي؟“ جنهن ذات جو اهو مقام هجي اُن ۾ دنيا جي محبت ڪيئن ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن ڪو زرد ۽ هيڊو چشمو لڳائيندو ته هر شيءِ اُن کي زرد نظر ايندي. اهو ئي حال سُنن سان بدگماني ڪرڻ جو آهي. جيئن شيطان آدم ع جي فقط صفات بشري تي نظر ڪئي. قرآن شريف ۾ ڪافرن جو انبيائن جي باري ۾ مقولو منقول آهي ته اَنْتُمْ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُنَا ؕ (الابراهيم:١٠) ”توهان فقط اسان جهڙا انسان آهيو.“ انهن فقط ظاهر کي ڏٺو، باطني فضيلتن تي نظر نه ڪئي. موت جي تمنا سچن جي گلي جو طوق آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ هَادُوْۤا اِنْ زَعَمْتُمْ اَنَّكُمْ اَوْلِيَآءُ لِلّٰهِ مِنْ دُوْنِ النَّاسِ فَتَمَنَّوُا الْمَوْتَ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿۶﴾ (الجمعة:٦) ”اي يهوديو! جيڪڏهن توهان سمجهو ٿا ته توهان الله جا دوست آهيو، ٻين ماڻهن کان سواءِ توهان موت جي تمنا ڪريو، جيڪڏهن توهان سچا آهيو.“

نيڪن لاءِ موت ڪاميابي ۽ نفعو آهي. حضرت علي رضي الله عنه جي مقابل چيو: خدا جي واسطي ان جو تفصيل ٻڌايو ۽ مون کي ضرور غلاميءَ ۾ قبول ڪريو.

## امير المومنين حضرت علي رضي الله عنه جي دشمن کي سمجهاڻي

گفت امیر المؤمنینؓ باآں جواں
که بهنگامِ نبرد اے پہلواں

ترجمو: ”امير المومنين اُن جوان کي فرمايو ته اي پهلوان! مقابلي جي وقت...“

جڏهن تو ٿُڪيو ۽ گستاخي ڪئي ته مون ۾ اشتعال پيدا ٿيو، اڌ ڪم (جهاد) الله لاءِ ٿيو ۽ اڌ نفس لاءِ ٿيو، الله جي ڪم ۾ شرڪت درست نه آهي. ڪافر اها ڳالهه ٻڌي مسلمان ٿي ويو ۽ ڪفر کان توبهه ڪيائين. توهان ته بزرگيءَ جا معيار ۽ انصاف جا حامل نڪتا، مون اوهان کي ٻيو ڪجهه سمجهيو هو. آئون هاڻي پنهنجي خاندان ۽ مذهب مان نڪري ڪري توهان جي غلامي ۽ مذهب اختيار ڪريان ٿو. حضور ﷺ کان حضرت علي رضي الله عنه نور حاصل ڪيو، آئون به اُتان ئي نور حاصل ڪريان ٿو، ڇاڪاڻ ته شمع جي روشني چئني پاسن ۾ هڪ جهڙي هوندي آهي. حضور ﷺ جو فيض به عام آهي، مونکي ڪلمو شهادت جو پڙهايو، هن شخص جي قوم جا پنجاهه ٻيا ماڻهو به مسلمان ٿيا. حضرت علي رضي الله عنه بردباريءَ جي تلوار سان ڪيترن ماڻهن کي تلوار کان بچايو. بردباريءَ جي تلوار لوهه جي تلوار کان زياده تيز آهي. سوين لشڪرن کان وڌيڪ فتح ڪرڻ واري آهي.

**پڇاڙي**

مولانا رومي دفتر اول ختم ڪرڻ کان گهڻا ڏينهن پوءِ دفتر ٻيو شروع ڪيو هو. مولانا دفتر اول کي ختم ڪرڻ جا ٻه سبب بيان فرمايا آهن: هڪ ته سامعين (ٻڌندڙن) جو قصن ۽ حڪايتن ۾ لڳي وڃڻ ۽ انهن جي بيان مان جيڪو اصلي مقصد عبرت ۽ نصيحت آهي، اُن ڏانهن توجه گهٽ ڪرڻ آهي. ٻيو سبب ڪلام جي طوالت آهي جيڪا سامعين ۾ ملال پيدا ڪري ٿي ۽ ڪلام وڌيڪ مفيد نٿو رهي.

اے دریغا لُقمۂ دو خوردہ شُد
جوششِ فکرت ازاں افسردہ شُد

ترجمو: ”هاءِ افسوس! ٻه چار گراهه کائي ورتم، فڪر جو جوش اُن سان جهڪو ٿي ويو.“

حڪايتن ۽ قصن کي ماڻهن جسماني خوراڪ ٻڻائي ورتو. سامعين جي غفلت مقرر جو جوش ختم ڪري ڇڏيندي آهي. حضرت آدم عليه السلام ڪڻڪ جو داڻو کاڌو ته جنت مان نڪرڻو پيس. مدارِ شمس ۽ مدارِ قمر جي پاڻ ۾ تقاطع سان ٻه نقطا پيدا ٿين ٿا. انهن مان هڪ جو نالو راس ۽ ٻئي جو ذنب آهي. جنهن وقت سج نقط راس تي هجي ۽ چنڊ نقط ذنب تي هجي ته ٻنهين جي وچ ۾ زمين حائل ٿي ويندي آهي ۽ چنڊ گرهڻ ۾ اچي ويندو آهي. جيستائين قصن ۽ حڪايتن مان اسرار ۽ حڪمتون اخذ ڪيون وڃن ته مفيد آهن، پر جڏهن اهي محض قصه گوئي هجن ته قابلِ سماعت نه آهن. ڪنڌا جيستائين سبز ۽ ساوا آهن ته اهي ڍاڳيءَ جي لاءِ مفيد آهن، سُڪڻ ڪانپوءِ انتهائي نقصانڪار آهن. اڳ ۾ حڪايتن کي نتيجه خيز بنائي ڪري ٻڌي رهيو هو، هاڻي جڏهن ته اهي بي نتيجه ٿي ويون آهن ته پراڻي عادت مطابق اُنهن کي ٻڌو پيو وڃي ۽ اهي هاڻي بي معنيٰ ٿي ويون آهن، ان ڪري اُنهن کان پرهيز ضروري آهي. ڳالهه خاڪ آلود نڪري ٿي، پاڻي گدلو ٿي ويو، کوهه جو مُنهن بند ڪري ڇڏ! تمنائون صبر سان پوريون ٿين ٿيون، جلد بازي بي فائده آهي.

# دفتر پيون

مُدّتے ایں مثنوی تاخیر شُد
مُہلتے بایست تاخوں شِیرشُد

ترجمو: ”ڪجھ عرصو هن مثنويءَ ۾ تاخير ٿي مهلت درڪار آهي تان تہ خون کير ٿئي.“

مثنويءَ جو ٻيون دفتر دير سان شروع ٿيو، ان جا ڪئين سبب آهن: (1) مولانا حسام الدين جيڪو مثنويءَ جي تحرير جو سبب هو اُن جي گهر واريءَ جي انتقال سان پريشانيون لاحق ٿيون (2) ٻڌندڙن جي ٻي ڏيانيءَ ڪي شوق سان بدلائڻو هو (3) مولانا دفتر ٻئي جي مضمونن کي ذهن ۾ گڏ ڪيو. مطلب تہ رت کير بنجي اُن ۾ وقت لڳي ٿو. ٻار پيدا ٿيڻ تي رت کير بنجي پوءِ ٿڃن ۾ ايندو آهي. حضورﷺ معراج ڪيو، تڏهن روحاني فيض سان مُڪڙيون ٽڙي پيون هيون. هن ٻئي دفتر ۾ مضامين عاليہ جو بيان آهي. علوم ۽ معارف جو جيڪو دروازو بند ٿي ويو هو اهو رجب جي پندرهين تاريخ تي کليو. ان ڏينهن رحمتِ خداوندي جا دروازا کلندا آهن ۽ خانہ ڪعبہ جو دروازو زائرين جي لاءِ کوليو ويندو آهي. اهو سن 662 ھ هو جنهن ۾ ٻيو دفتر شروع ٿيو. مولانا حسام الدين مضامين عاليہ جي شڪار ڪرڻ جي قابل نہ هو. جڏهن شڪار ڪرڻ جي قابل ٿيو تڏهن مثنوي جي فيض جو دروازو کُليو آهي. هن فيض مان اهو بهره مند ٿيندو جيڪو خواهش ۽ نفس جي شهوت کان بچندو، زبان ۽ نڙيءَ جي لذتن تان هٿ ڪڍندو. چاڪاڻ تہ وات ۽ نڙيءَ جون لذتون اسرارِ معرفت ۾ رڪاوٽ آهن. جيڪڏهن انسان حرام لُقمون کائي ٿو تہ دوزخ ۾ پهچي وڃي ٿو.

جنت ۽ دوزخ جي وچ واري مَقام جو نالو برزخ آهي جنهن ۾ جنت ۽ دوزخ ٻنهي جا آثار آهن. حضرت آدمؑ هميشہ رهڻ جي شوق ۾ منع ڪيل وڻ جو ميوو کاڌو، تہ جنت مان نڪريو ويو. آدمؑ کان شيطان متنفر هو، هاڻي ملائڪ بہ پڇڻ لڳا. حضرت آدمؑ جي لغزش معمولي هئي پر ”نزدیکاں رابیش بود حیرانی“ جي روءِ سان اُن تي عتاب ٿيو. معمولي خطا حضرت آدمؑ جي اعتبار سان وڏي سمجهي وئي، جيئن اڪ جهڙي شفاف شيءِ ۾ معمولي وار بہ جبل بنجي ويندو آهي. گناھ کان بچڻ جي ترڪيب هيءَ آهي تہ اهلِ علم سان مشورو ڪيو وڃي. مشوري ڪرڻ واري جي لاءِ عقل ۽ صاحبِ معرفت جي ضرورت آهي ۽ بُري صحبت کان بچڻ بہ ضروري آهي. ڪامل جي صُحبت تنهائي ۽ اڪيلائي جي عبادت کان وڌيڪ فيض رسان آهي.

اهل الله جي صحبت الله جي قُرب جو سبب آهي. خلوت پسندي جا فائدا ڪنهن شيخ جي صحبت ۾ سِکبا تہ اهي مفيد ٿيندا، انهيءَ ڪري صحبت کي مفيد چيو ويو آهي. هر خلوت ۾ فضيلت نہ آهي. اغيار سان خلوت مفيد آهي، يار سان صحبت مفيد آهي. شيخ جي صحبت نور افزا آهي. اُن کان خلوت اختيار ڪرڻ مفيد نہ آهي. بُري ساٿيءَ کان خلوت مفيد آهي. جڏهن تہ ڪامل عارف جي صحبت بہ ضروري آهي تہ اُن جي آدابن جو لحاظ رکڻ بہ ضروري آهي ٻيو تہ سندس شان ۾ بدگوئي نہ ڪرڻ گهرجي. ڪامل عارف هدايت جو رستو ڏيکاري ٿو، انهيءَ ڪري

اهو اک جو ڪم ڪري ٿو. حديث شريف ۾ آهي ته اَلْمُؤْمِنُ مِرْآةُ الْمُؤْمِن جيئن اک عيب ڏيکاريندي آهي ۽ اُن کي مشهور ڪونه ڪبو آهي، اهڙي طرح هڪ مومن کي ٻئي مومن سان سلوڪ ڪرڻ گهرجي.

آئيني تي ڦوڪ نه ڏيڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته ڦوڪ سان آئينو ڌنڌلو ٿي وڃي ٿو. ڪنهن وقت به عارفن جي اڳيان لاف زنيءَ بناڪ نه هڻڻ گهرجي. جڏهن زمين پنهنجي يار (موسمِ بهار) سان هم صحبت ٿئي ٿي ته طرح طرح جا گُل ڦٽائي ٿي. طالب کي به ڪامل عارف جي صُحبت مان اهڙي طرح استفادو ڪرڻ گهرجي. موسمِ بهار وڻ جي لاءِ يارِ موافق آهي، اُن جي صحبت سان وڻ شُگفته ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح عارفن جي صُحبت باعثِ شگفتگي هوندي آهي. سرءُ جي موسم وڻن جي لاءِ يارِ ناموافق آهي. وڻ اُن جي صحبت پسند نٿا ڪن انهيءَ ڪري سمهي رهندا (ڪومائجي ويندا) آهن. يعني بدصحبت کان خِلوت ۾ سُمهڻ بهتر آهي. اصحابِ ڪهف جو پورو قصو دفتر اول ۾ گذري چڪو آهي. انهن جي دور ۾ دقيانوس ظالم بادشاهه هو. هي ٻلارا بزرگ اُن کان جُدا ٿي غار جي تنهائي ۾ وڃي سُتا هئا. اهو سمهڻ جيڪو بهتر مقصد جي پيشِ نظر هجي اُن سجاڳيءَ کان بهتر آهي جنهن ۾ بُري صحبت ملي. سج جي لهڻ سان بيداري ۽ سجاڳيءَ جا ڇهچٽا ختم ٿي ويندا آهن. اهڙي طرح طالبن جي غائب ٿيڻ سان عارف تي خاموشي طاري ٿي ويندي آهي. سج کي فيض رسائڻ جي لاءِ هڪ جڳهه کان ٻئي جڳهه تي منتقل ٿيڻو پوندو آهي. سج زمين جي مٿاهين سطح کان منتقل ٿي ڪري زمين جي هيٺاهين سطح جي باشندن کي نور پهچائي ٿو. ڪامل عارف پنهنجي جڳهه تي رهندو آهي ۽ زمين جي هر حصي جي باشندن کي فيض پهچائيندو آهي. سندس توجهه سان روح ۽ عقل روشني حاصل ڪندا آهن. الله تعاليٰ جي ذات عالمِ امڪان کان ماوراءَ آهي. سڪندر ذوالقرنين جو واقعو قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي. هي نيڪ بادشاهه هو ۽ ان مشرق کان مغرب تائين پنهنجي سلطنت کي وسيع ڪيو هو.

حواس خمسه ظاهري، مادي شين جو ادراڪ ڪن ٿا ۽ اهي ظلمت ۽ اونده جا طالب آهن. انسان جا 6 لطيفا (1) قلب (2) روح (3) نفس (4) سر (5) خفي (6) اخفيٰ مراد آهن، جن جي انڪشافات تي معرفتِ حق مبني آهي. مادي حواس لطيفن جي ڀيٽ ۾ گهٽ آهن. آخرت ۾ ڇهن لطيفن جي قيمت ڪم ڪندي. بزرگ رومي رحمة الله عليه دعا ۾ چوي ٿو ته حضرت موسيٰ عليه السلام جو يدِ بيضا، اونداهيءَ کي پري ڪري ڇڏيندو آهي. اي ڪامل! تون به هٿ کي ٻاهر ڪڍ تان ته تنهنجي نور جي تجلي اسان جي جهل جي اونده کي پري ڪري. صفاتِ خداوندي ذات جي معرفت جو ذريعو آهن. سج به صفات باري جو مظهر آهي. سج چنڊ سيئي شيون قدرت جا مظهر آهن.

مظاهرِ قدرت عينِ ذات باري نه آهن. ان جي ذات وهم کان به وراءَ الوراءَ آهي. روح جيتوڻيڪ مادي بدن ۾ متصرف آهي پر مادي اثر کان پاڪ ۽ آجو آهي. خدا کي مخلوقات سان شبيهه ڏيندڙ ماڻهن کي مشتبهه چئجي ٿو. خدا کي ذات ۽ صفات ۾ اڪيلو مڃيندڙن کي موحد چئجي ٿو. ٻنهين گروهن مان ان جي حقيقتن تائين ڪو به نٿو پهچي سگهي. مشتبهه حيران ٿي ڪري تنزيهه جو قائل ٿي وڃي ٿو ۽ موحد بنجي وڃي ٿو. ڪڏهن موحد حيران ٿي ڪري تشبيهه جو قائل ٿيو وڃي. عارف ڪامل ڪڏهن ڪنهن بار ۾ جلوو ڏسي ڪري تشبيهه جا الفاظ ڳالهائيندو آهي. موحد غلبهء تنزه ۾ پنهنجي وجود کي ئي معدوم سمجهڻ لڳندو آهي ۽ فقط ذاتِ واحد کي موجود مڃيندو آهي. معتزلن جو عقيدو آهي ته حشر ۾ به ديدارِ خدا ناممڪن آهي. باطني بصيرت جي تقاضا آهي ته ديدارِ حق ٿيندو. هي اهل سنت والجماعت جو عقيدو آهي. جيڪي سُني محض ظاهري حس رکن ٿا، اهي به حقيقتاً معتزلي آهن، انهن کي به ديدارِ حق ميسر نه ٿيندو. سُني ته حقيقتاًاهو آهي جيڪو باطني بصيرت پيدا ڪري ۽ ديدارِ حق ڪري سگهي. الله جي ڪنهن نشاني ۾ الله جي جمال جو مشاهدو ڪرڻ مستقل عبادت آهي. صاحب نظر عقل ۽ حواس کان ڪم نه وٺندو آهي بلڪ اهو بصيرت قلبي کان ڪم وٺندو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِيْٓ اٰدَمَ: "۽ البت اسان بني آدم کي عزت بخشي." (بني اسرائيل-٧٠) خدا جو باصورت هجڻ يا صورت کان منزه هجڻ ان شخص جي لاءِ متحقق

آهي، جيڪو مجاهده ڪري سراپا مغز بڻجي ويو هجي. جيڪڏهن استعداد ئي اڻلڀ آهي ته مجبوري آهي، ورنه صبر سان مجاهدا ڪندو ته اهو مقام حاصل ٿي ويندو. صبر اڪين تان پردو هٽائي ڇڏيندو آهي. حضرت ابراهيم عليه السلام ستاري کي ڏسي ڪري: هٰذَا رَبِّيۡ (الانعام-77) "هي منهنجو رب آهي" چيو. هي هڪ مدعيٰ هئي جيڪا بظاهر بت پرستي هئي پر حقيقت ۾ ان جو اثبات ان جي ابطال جي لاءِ هو، جيڪو بُت شڪني هو. اهڙي طرح رهبر ۽ راهنما جو تصور بظاهر بت پرستي آهي پر جيئن ته اهو الله تائين پهچائي ٿو، انهيءَ ڪري حقيقتاً اهو بت شڪني آهي.

رهنما جي تصور الله تعاليٰ جي تصور تائين پهچايو. اِن جي ذريعي اسان کي پنهنجي نفس جي حقيقت معلوم ٿي ويئي ۽ معرفت خداوندي حاصل ٿي. مَنۡ عَرَفَ نَفۡسَهٗ فَقَدۡ عَرَفَ رَبَّهٗ "جنهن پنهنجي نفس کي سُڃاتو ان خدا کي سڃاتو." پوڙهي عورت کي ڪو نوجوان پسند نه ڪندو آهي. هر هڪ ماڻهو سُٺائي چاهيندو آهي، قرآن پاڪ ۾ آهي ته وَ الطَّيِّبٰتُ لِلطَّيِّبِيۡنَ (نور- ٢٦): "پاڪ عورتون پاڪ مردن جي لاءِ آهن." مطلب ته جنس جنس ڏانهن ڇڪ ڪندي آهي. اک جو نور بيروني نور جو طالب آهي ورنه گهبراهٽ پيدا ٿي ويندي آهي. اک کُليل هجڻ تي جيڪڏهن گهبراهٽ طاري ٿئي ته سمجهه ته، اهو اضطراب دل جي اک بند هجڻ جي ڪري آهي. دل جي گهبراهٽ دل جون اکيون بند هجڻ جي ڪري ٿي، جيڪي بي انتها نور جو مُشاهدو چاهين ٿيون. جڏهن اهو طئي آهي ته هم جنس، هم جنس جو طالب هوندو آهي، ته جيڪڏهن حسين ڪنهن بدصورت جو طالب بڻجي ٿو، ته اهو مذاق جي لاءِ هوندو آهي. ڪامل عارف جي ذريعي طالب جي حقيقي تصوير سامهون اچي ويندي آهي. يعني اهڙو راهنما تلاش ڪريو جنهن جي ذريعي توهان تي پنهنجي حقيقت واضح ٿي وڃي. آرسي ۾ ڏسي ڪري پنهنجي خوبصورتي ۽ بدصورتي سڃاتي ويندي آهي. جنهن آئيني ۾ باطن جي خوبصورتي ۽ بدصورتي نظر اچي ٿي، اهو ڪامل عارف آهي، جنهن جي صحبت ۾ پنهنجا نقص نظر ايندا آهن. اهڙي شيخ جو تعلق عالمِ ملڪوت سان هوندو آهي. حضرت مريم عليهما السلام جي روزي جو اضطراب کجيءَ جي پاڇي، ميوي، ٿڌي پاڻي ۽ يار جي ديدار سان رفع ٿيو هو. اسان جي دل بي معرفت هجڻ ۾ سو دلين جي برابر آهي.

مون نور مطلق کي تعينات جي دونهين کان جدا ڪيو، ته ان ۾ تنهنجو نقش محسوس ڪيم. ڪامل عارف جي دل جي آئيني ۾ پنهنجي صورت کي ڏسي ڪري اطمينان ٿيو ۽ ان جي ڪري مون کي راهه جي هدايت حاصل ٿي. منهنجي صورت ٻڌايو ته اها صورت واقعي آهي، محض خيالي ناهي. منهنجي نقش هيءُ به چيو ته ا· واري جي دل ۾، جيڪا هميشه حقيقت سان وابسته آهي ڪا غير واقعي خيالي شيءِ سمائجي نٿي سگهي. ناقص جي چشمِ دل ۾ غير حقيقي شيءِ نمودار ٿي سگهي ٿي. جيئن ته اهو ناقص آهي ۽ ان جي چشمِ بصيرت عالمِ سِفلي ۾ قاتل آهي، اتي شيطاني تصور پهچي وڃي ٿو. ان جي اکين ۾ غير حقيقي شيون گهر ڪريو ويٺيون آهن. الله تعاليٰ جي تصور سان گڏ باطل نٿو ٿي سگهي. جيستائين عالمِ ناسوت سان تنهنجو ادنيٰ تعلق قائم رهندو تيستائين تنهنجي خيال ۾ موتي به سنگ يشب (هڪ قيمتي پٿر جيڪو من جي مونجهه ختم ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي) رهندو. فنا ڪانپوءِ حقيقتون مُنڪشف ٿينديون آهن. اي جوهري! هڪ حڪايت ٻُڌ، تان ته تون مُشاهدي کي قياس کان جدا سمجهين.

**امير المومنين حضرت عمر رضي الله عنه جي زماني ۾ چنڊ کي ڏسڻ بابت هڪ شخص جي غلطي فهمي:**

ماهِ روزه گشت در عهدِ عمرؓ
برسرِ کوهے دویدند آں نفر

ترجمو: "حضرت عمر رضي الله عنه جي زماني ۾ رمضان جو مهينو آيو، سيئي ماڻهو جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي ويا."

ان لاءِ تہ جيئن رمضان جو چنڊ ڏسن. هڪڙي شخص چيو: اي عمر! چنڊ هُو بيٺو آهي. جڏهن حضرت عمر رضي الله عنه آسمان تي ڏٺو تہ چنڊ ڪونہ هو، ان تي همراهہ کي چيائين تہ تنهنجو چنڊ محض خيالي آهي. حضرت عمر رضي الله عنه جي نظر ان کان زياده تيز هئي يا حضرت عمر رضي الله عنه جو پنهنجي ڪشف ڏانهن اشارو هو. حضرت عمر رضي الله عنه ڪيس چيو تہ تنهنجي ڀرون جي وار توکي گمراهہ ڪيو، اهو چنڊ ڪونہ هو.

حضرت يوسف عليه السلام جي ڀائرن پنهنجي پيءُ حضرت يعقوب عليه السلام کي چيو هو تہ يوسف عليه السلام کي بگهڙ کائي ويو، جيتوڻيڪ اهو غلط هو. بزرگ رومي رحمة الله عليه انهن جي قول مطابق بگهڙ ۾ حضرت يوسف عليه السلام جي دشمنيءَ جو ذڪر ڪيو آهي... جنهن شطرنجيءَ جو بادشاهہ قيد ٿي وڃي اهو راند هارائي ويندو آهي. شطرنج جي مهرن ۾ فرزين بمنزلہ وزير جي هوندو آهي، جيڪو ٻطرفي چال هلندو آهي. ان کي گهيرڻ سان ڪٽڻ آسان هوندو آهي. فرزين بند اهڙي چال کي چئبو آهي جنهن ۾ فرزين گهيرجي وڃي. شيطان حضرت آدم عليه السلام سان اها چال هلي هئي. فاني مال جيڪو توکي ابدي زندگي کان روڪي ٿو. ڪو چالاڪ دشمن جيڪر ان کي ڪٽي وڃي. ڪڏهن ائين ٿيندو آهي جو هڪ ڏاڙيل جو مال ٻيو ڏاڙيل ڪٽي ويندو آهي.

### هڪ جوڳيءَ جو نانگ چورائجڻ

دزدکے از مار گیرے مار برد
ز ابلہی آں را غنیمت می شمرد

ترجمو: ”هڪ چور جوڳيءَ جو نانگ ڪٽي ويو. بيوقوف ان کي مالِ غنيمت سمجهي رهيو هو.“

جوڳي نانگ کان بچي ويو. چور کي نانگ ماري ڇڏيو. جوڳي جڏهن ان کي ڏٺو تڏهن سڃاتائين ۽ چيائين: هن کي منهنجي نانگ ڪکيو آهي. نانگ جي واپسيءَ لاءِ جوڳي دعا گهري رهيو هو تہ چور ملي تہ ان کي پڪڙيان ۽ نانگ واپس وٺانس. الله تعاليٰ دعا جي مصلحت کي سمجهي ٿو. دعا گهرڻ وارو ان ڳالهہ کي نٿو سمجهي، انهي ڪري راضي بہ رضا رهڻ گهرجي. الله تعاليٰ توهان جي دعا قبول نہ ڪري تہ اهو ئي سمجهڻ گهرجي تہ ڀلائي ان ۾ هئي.

### حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ساٿيءَ جي، هڏين کي زنده ڪرڻ جي گذارش

گشت باعیسیٰؑ یکے ابلہ رفیق
استخوانہا دید در گورے عمیق

ترجمو: ”هڪ بيوقوف حضرت عيسيٰ عليه السلام جي سفر جو ساٿي بڻجي ويو، اُن هڪ گهري قبر ۾ هڏيون ڏٺيون.“

هن حڪايت جي منشا بہ اها آهي تہ انسان هڪ ڳالهہ جي خواهش ڪندو آهي پر اُن ۾ سندس ڀلائي ڪانہ هوندي آهي. اهو همراهہ چوڻ لڳو تہ اي عيسيٰ عليه السلام اُن اعليٰ ذات جو نالو (اسم اعظم) مون کي سيکار جنهن جي نالي سان تون مرده زنده ڪندو آهين تہ آئون بہ هڏين کي جاندار بڻايان. حضرت عيسيٰ عليه السلام فرمايو تہ چُپ ڪر! اهو تنهنجو ڪم نہ آهي. اهو شخص چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن آئون اِن قابل نہ آهيان تہ توهان ئي هڏين کي زنده ڪري ڏيکاريو! حضرت عيسيٰ عليه السلام چيو تہ اي خدا! هي ڪهڙو راز آهي جو بيوقوف ان گفتگو ڏانهن لاڙو رکي ٿو. هن کي پنهنجي بيماري ۽ جان جو غم ڇو نہ آهي. پنهنجي روح کي ڇڏي ٻين جي ڀلائي چاهي ٿو. الله تعاليٰ فرمايو تہ اهو بدبخت آهي، هن جي پوک جو نتيجو ڪنڊا آهن. اهڙي دوست جي صحبت هلاڪت جو سبب بڻجي ويندي. اهو متقي نانگ جي زهر وانگر ڪيميا آهي جيڪو زنده کي مرده بڻائي ڇڏيندو آهي. متقي شخص بُرن جي ماهيت تبديل ڪري انهن کي ڀلو بڻائيندو آهي. خبردار! ان شخص جي قول ۽ فعل تي ڀروسو نہ ڪر، اهو بيد مُشڪ جي وڻ وانگر بي ثمر آهي.

**صوفيءَ جي خادم کي جانور جي خبر گيري لاءِ نصيحت ۽ اُن خادم جو لاحول پڙهڻ:**

صوفیئے می گشت در دورِ افق
تا شبے در خانقاہے شد قنق

ترجمو: "هڪڙو صوفي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گشت ڪندو وتندو هو، هڪ رات هڪ خانقاه ۾ مهمان ٿي ويو."

سواريءَ جي وهٽ کي اصطبل (طنبيلي) ۾ ٻڌائين، پاڻ دوستن سان گڏ چبوتري جي وچ تي ويهي مراقبي ۾ لڳي ويو. صوفي جو دفتر حس ۽ حرف نہ آهن. صوفيءَ وٽ برف وانگر صاف دل کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي. عقلمند جو توشو قلم جا نشان آهن. صوفيءَ جو توشو الله جا انوارَ آهن. سالڪ ابتدا ۾ تجليات افعال جو مشاهدو ڪندو آهي پوءِ فرط شوق ۾ مطلوب حقيقي جي قرب جون منزلون طئي ڪرڻ لڳندو آهي. پوءِ من جانب الله جذب ۽ ڪشش ٿيندي آهي تہ منزلن جون دشواريون گهٽ ٿيڻ لڳنديون آهن ۽ صفات جون تجليون ذاتي ٿي وينديون آهن. سلوڪ جو تعلق سالڪ جي ذاتي سعي ۽ ڪوشش سان آهي ۽ اُن ۾ غلطيءَ جو امڪان آهي. جذب من جانب الله آهي، اُن ۾ شيطاني مداخلت ممڪن نہ آهي. انهيءَ ڪري مجرد سالڪ ڪان مجذوب سالڪ بدرجها افضل آهي. ڪنهن بزرگ چيو آهي تہ جَذْبَةٌ رَبَّانِيَّةٌ خَيْرٌ مِّنْ عِبَادَةِ الثَّقَلَيْنَ "الله تعاليٰ ڏانهن ڪشش جنن ۽ انسانن جي عبادت کان وڌيڪ آهي." اڳ ۾ بزرگ رومي ؒ چيو تہ صوفيءَ جي لاءِ اُن جي دل دفتر آهي، هاڻي چوي ٿو تہ اُن جي دل جي ذريعي معرفتن جا دروازا کُلن ٿا. قرآن پاڪ ۾فرمايو ويو آهي تہ فُتِحَتْ اَبْوَابُهَا(الزمر-٧١) "جنتين جي لاءِ جنت جا دروازا پهريان کوليا ويندا." عام انسان دل جي دفتر مان ڪجهہ نٿو پڙهي سگهي، انهيءَ ڪري اُن جي لاءِ دل بمنزلہ ديوار جي آهي. ڪامل عارفن جا روح عالمِ ارواح ۾ اهو سڀ ڪجهہ حاصل ڪن ٿا جيڪو عوام کي عالمِ ناسوت ۾ اچڻ کان پوءِ حاصل ٿيندو. اهي جسم کان پهريان جان حاصل ڪري چُڪا آهن، درياءُ کان اڳ ۾ ئي موتي ماٺي چُڪا آهن.

**مخلوق پيدا ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ جو ملائڪن سان مشورو ڪرڻ:**

مشورت می رفت در اے جادِ خلق
جانِ شاں در بحرِ قدرت تا بحلق

ترجمو: "مخلوق پيدا ڪرڻ لاءِ مشورو ٿي رهيو هو، انهن جو روح ڳچيءَ تائين قُدرت جي سمنڊ ۾ ٻُڏل هو."

ملائڪن ايجاد انسان ۽ اُن جي خلافت جي خلاف مشورو ڏنو هو، جيئن تہ عارفن جي ارواحن کي مصلحتن جو علم هو، انهيءَ ڪري ملائڪن جي راءِ تي از راهِ بي تڪلفي ڪِليا. عملن جي نتيجي جو ڪين علمِ هو. مطلب تہ انهن کي ازل ۾ قوت علميہ ۽ نصرت حاصل هئي. عالمِ ناسوت جي خلق کان اڳ جيڪي ڪجهہ اُن جي شين جو مشاهدو ڪامل عارفن کي ٿيو اهو انهن جي علمن ۾ بمنزلہ فڪر جي آهي، جنهن جي ذريعي ادنيٰ درجي جو علم حاصل ٿئي ٿو، عوام کي جيڪڏهن اهو مشاهدو حاصل ٿيندو تہ بمنزلہ رويت چوَرائيندو آهي، جنهن جي ذريعي اعليٰ درجي جو علم حاصل ٿئي ٿو. چاڪاڻ تہ عوام جي علوم ۾ ان کان وڌيڪ اعليٰ ڪو علم نہ آهي. فڪر جو تعلق ماضي ۽ مستقبل سان هوندو آهي، جيئن تہ عارفن جي اڳيان سڀ حاضر آهي انهيءَ ڪري اُنهن جو فڪر، فڪر نہ آهي پر مشاهدو آهي. ممڪنات جي وجود کان پهرين ئي اهي اهڙين ڪيفيتن کي حاصل ڪري چُڪا هئا. روحِ اعظم ۾ سيني جو اشتراڪ آهي، انهيءَ ڪري سيئي ڪامل عارف حقيقت ۾ متحد ۽ هڪ آهن. تشخص جي اعتبار سان انهن ۾ ٻيائي آهي ۽ باطني قوت جي اعتبار سان اهي ہ قائم مقام ڇهن لکن جي آهن. موجن ۽ ڇولين جو تعدد هوا جي ڪري آهي ورنہ حقيقت ۾ سڀ سمنڊ آهي. سچ جو تعدد مختلف جسمن جي ڪري آهي، ورنہ حقيقت ۾ اهو هڪ آهي.

روح حيواني جو خاصو درندگي ۽ شهوت آهي جيڪو تفرقہ جو سبب آهي. روحِ انساني تعدد جي باوجود متحد آهي. خدا جي نور ۾ تفرقو ممڪن نہ آهي. جوش جي اظهار جي لاءِ صرف زبان ڪافي نٿي ٿئي. بدن ڦاٽڻ گهرجي، آئون ڇا ڪريان! لب ڪُشائي جو موقعو نہ آهي. تدبير ڪر، تان تہ خدا رهنمائي ڪري. ان دير ۾ آئون ماڪوڙيءَ وانگر خوش آهيان. پنهنجي طاقت کان وڌيڪ بار کڻي رهيو آهيان.

## ظاهري معنيٰ ڏانهن ڏيان نيڻ سان اصل مقصد حاصل نہ ٿيندو آهي

ڪے گذارد آنکہ رشکِ روشنی ست
تا بگوےم آنچہ فرض و گفتنی ست

ترجمو: ”اسرارن جي وضاحت تي رشڪ ڪرڻ واري ذات ڪڏهن موقعو ڏئي ٿي؟ جو آئون فرض ۽ چوڻ جي ڳالهہ چوان.“

الله تعاليٰ اسرارن جي انشاء کان روڪي ٿو، مادي جسم جي مشغوليت ٻاراٽي حرڪت آهي. جيڪڏهن انسان ذاتي ڪوشش سان روح جون منزلون طئي نٿو ڪري سگهي تہ خدا جي مدد شامل حال ٿي ويندي آهي. هاٿي انساني صورت ٻُڌ، پر خبردار! ٻُڌ کان آن کي جدا ڪجئين.

## خادم جو چوپائي جي نگراني پنهنجي ذمي ڪڻڻ ۽ وعدي خلافي ڪرڻ

حلقہٴ آں صوفیانِ مستفید
چونکہ در وجد و طرب آخر رسید

ترجمو: ”استفادي ڪرڻ وارن صوفين جو حلقو جڏهن وجد ۽ طرب ۾ ختم ٿيو.“

صوفين تي وجد جي ڪيفيت طاري ٿيندي آهي. جڏهن ان مان واندا ٿيا تہ مهمان لاءِ ڪاڏو آنداءون. تڏهن مهمان کي پنهنجو وهٽ ياد آيو. خادم کي چيائين تہ اصطبل ۾ وڃي جانور کي گاهہ ۽ داڻو ڏيئي اچ. خادم چيو اها ڪا چوڻ جي ڳالهہ آهي، اهو تہ منهنجو هميشہ جو ڪم آهي. صوفيءَ چيو تہ داڻي کي پهريان پساءِ ڇو تہ گڏهہ جا ڏند ڪمزور آهن. خادم چيو لَا حَوْلَ، سائين ڇا ٿا چئو اهي ڳالهيون ماڻهو مون کان سِکندا آهن. صوفيءَ چيو تہ گڏهہ تان آنُر (پلاڻ) لاهي پوءِ ان جي پٺن تي دوا لڳائج، چو تہ گڏهہ کي چُنا آهن. خادم چيو تہ اِن حڪمت کي ڇڏ. مون وٽ تو جهڙا هزارين مهمان آيا آهن، مون سيني جي سُٺي خدمت ڪئي آهي، سڀئي خوش ٿي ويا آهن. ان جي باوجود صوفيءَ خادم کي هدايتون جاري رکندي چيو تہ گڏهہ کي نيم گرم پاڻي پيار! خادم چيو لاحول، آئون توهان کان شرمندو ٿي رهيو آهيان. وري صوفيءَ چيو تہ داڻي ۾ گاهہ گهٽ ملائجانءِ. خادم چيو تہ لاحول، ڳالهہ مختصر ڪر. صوفيءَ چيو تہ هن جو وٿاڻ صاف ڪجان. جيڪڏهن گپ وارو هجي تہ سُڪل مِٽي وجهجان. خادم چيو تہ لاحول پڙهہ، سمجهدار قاصد سان گهٽ ڳالهہ ڪر. صوفيءَ چيو تہ ڪر ڪريو ڪڻ، گڏهہ جي چيلهہ کي هڻ. خادم چيو تہ اي بابا! لاحول پڙهہ، شرم ڪر. صوفيءَ چيو تہ هِن جي پڇاڙي ننڍي ڪري ٻڌ، تان تہ ڦِرندي ان ۾ ڦاسي نہ پوي. خادم چيو اي بابا لاحول، گڏهہ لاءِ ايتري قدر نہ روءِ. صوفيءَ چيو تہ سياري جي رات آهي، گڏهہ جي چيلهہ تي جُهل وجهي ڇڏ. خادم چيو اي بابا! لاحول، اهڙيون ڳالهيون نہ ڪر، ڪير ۾ هڏي ڳولڻ فضول آهي. آئون پنهنجي ڪم ۾ توکان وڌيڪ استاد آهيان. مهمان جي مناسب خدمت ڪندو آهيان خادم اهو چيو تہ پهريان گاهہ ۽ داڻو آڻيان ٿو.

صوفي سُمهي رهيو ۽ خادم کي ڳالهہ ياد نہ رهي. ڪيئون ۽ سهي جي ڊوڙ واري ڳالهہ مشهور آهي. ائين صوفي غفلت ۾ سمهي رهيو. خادم چند آوارن شخصن وٽ پهتو ۽ صوفيءَ تي چٿرون ڪرڻ لڳو. صوفيءَ خواب ۾ ڏٺو تہ

گڏھ هڪ بگھڙ جي چنبي ۾ آهي ۽ بگھڙ گڏھ کي چيري ڦاڙي رهيو آهي. صوفي چوڻ لڳو تہ لاحول، ڪھڙي ديوانگي آهي. تعجب آهي، خادم ڪٿي آهي. وري خواب ۾ ڏٺائين تہ گڏھ کڏھن کوھ ۾ ڪري ٿو تہ ڪيڏي مهل کڏ ۾ ڪري ٿو. صوفي قسم قسم جا ناخوشگوار واقعا ڏسندو ۽ سوره الحمد ۽ القارعہ پڙھندو رهيو. اهي ٻئي سورتون مصيبت دفع ڪرڻ جي لاءِ پڙھيون وينديون آهن. صوفي چوڻ لڳو تہ ڇا ڪريان! دوست ٿڪل آهن، دروازو بند آهي. مون خادم سان نرمي ڪئي پر اهو اُبتڙ ڪينو رکي ٿو. پھريان سوچيائين تہ بدي ڪرڻ جو ڪو سبب هوندو آهي، پوءِ خيال آيس تہ بُرائي ڪرڻ وارا بنان سبب جي بہ بُرائي ڪندا آهن. پنھنجي ذاتي حسد جي ڪري انسان ٻئي انسان سان بي سبب بُرائي ڪندو آهي. صوفي وسوسن ۾ ۽ گڏھ اهڙي مصيبت ۾ مبتلا هو جيڪا ڏُشمن کي نصيب ٿئي. ٿڪل گڏھ پٿرن ۽ مٽيءَ ۾ دعا ڪري رهيو هو تہ شال، هڪ مُٺ گاھ ملي وڃي تہ چڱو. منهنجي ناتجربيڪار مالڪ خادم تي ڀروسو ڪيو. گڏھ ويچارو سڄي رات بُک ۾ رهيو. جيئن جوع البقر (ڍڳئون جي بُک) جي بيماري آهي، جڏهن انسان اُن ۾ مبتلا ٿيندو آهي تہ هر وقت کائيندو رهندو آهي. ڪنهن وقت بہ بُک بند نہ ٿيندي اٿس. مطلب تہ سڄي رات گڏھ بکيو رهيو. صُبح ٿيو تہ خادم اچي پھتو. گڏھ جي پُٺيءَ تي آٽر وڌائين. واپارين وانگر گڏھ کي ٻہ ٽي ڏنبا هنيائين. ڏنبن جي ڪري گڏھ ٽپا ڏيڻ لڳو. زبان ڪٿي هئي جو گڏھ پنھنجي حالت ٻُڌائي؟

**قافلي وارن جو سمجھڻ تہ صوفيءَ جو گڏھ بيمار آهي!**

*چونکہ صوفی بر نشست و شد رواں*

*خر برو اُفتادن آمد در زماں*

ترجمو: ”جڏهن صوفي گڏھ تي چڙهي بازار روانو ٿيو تہ گڏھ مُنهن ڀر ڪِرڻ لڳو.“

ماڻهو اُن کي بيمار سمجھڻ لڳا. جانور جي اکين جي رنگ مان بيماريءَ جي سڃاڻپ ڪئي ويندي آهي. ماڻهو چوڻ لڳا: اي شيخ! هن جي ٽيڙ ڪائڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ تو چيو ٿي تہ تنھنجو گڏھ سگھارو آهي. صوفيءَ جواب ڏنو تہ منهنجي گڏھ رات جو گاھ جي بجاءِ خادم جي لاحول کاڌي آهي. رات جو اها تسبيح پڙهيائين ۽ ڏينهن جو سجدي ۾ پيو آهي. جڏهن ڪنهن کي تنھنجو فڪر نہ هجي تہ پنھنجو ڪم پاڻ ڪر. ڌوکي ۽ فريب ۾ نہ اچ. مشهور آهي تہ جنت ۾ حضرت آدم عليه السلام کي ڌوکو ڏيڻ جي لاءِ شيطان نانگ جي پيٽ ۾ لِڪي ويو هو. شيطان ڌوکي ڏيڻ جي لاءِ ”جان من“ چوندو آهي ۽ محبت جو اظهار ڪندو آهي، پوءِ ڌوکو ڏيندو آهي. تنھنجو پرائي شيءِ سان ڪهڙو واسطو، پنھنجي شيءِ کي ڏس. ماڻهو بيگانو فقط غير ماڻهوءَ کي سمجھن ٿا پر خاڪي جسم بہ بيگانو آهي، جيڪو ساٿ نہ ڏيندو. تن پروري بہ بيگاني جي ڪم ۾ لڳڻ آهي. تن پروريءَ سان روح ڪمزور ٿيڻ لڳندو آهي.

سڙي ڳري وڃڻ واري شيءَ جي نگھداشت زياده مناسب نہ آهي. الله تعاليٰ جي ذڪر سان روح معطر هوندو آهي. منافق بظاهر خدا جو نالو وٺي ٿو پر اُن جي دل ۾ گندگي آهي. ذڪرِ خداوندي جو مقام منافق نہ آهي. پاڪيزه رهڻ جي اها ئي ترڪيب آهي تہ ڪينہ پروري نہ ڪر. حديث شريف ۾ آهي تہ ڪيني وارو جنت ۾ نہ ويندو. جڏهن تہ ڪيني جو اصل دوزخ آهي ۽ ڪينارو دوزخ جو جُزو آهي. جنتي ۽ دوزخي هجڻ جو مدار خيالات ۽ اعتقادات تي آهي ۽ اها ئي انسان جي خصوصيت آهي، ورنہ گوشت ۽ پوست تہ ٻين حيوانات ۾ بہ آهي. نيڪ عملن جي ڪري تون بمنزلہ گلاب جي ٿي ويندين. عالمِ ارواح ۾ نيڪ ۽ بد روح جُدا هئا، عالمِ ناسوت ۾ نيڪ ۽ بد ملي جُلي ويا.

نيڪ ۽ بد واري تقسيم انبياءَ جي بعثت ڪانپوءِ ٿي آهي. رات جي مسافرن ۾ باهمي امتياز ڪونہ هوندو آهي. ائين نيڪ ۽ بد انبيائين جي اچڻ کان اڳ ۾ گڏ هئا. انبياء بمنزلہ اک جي آهن جيڪي سُٺي ۽ بري کي سُڃاڻن ٿا. اک کي ڪک يا ڪڙ هن لاءِ ستائيندو آهي تہ اهو ان جي قدر کي گھٽائي ٿو. ڪوڙا سِڪا ناهڻ وارا اهي ماڻهو رات جي

اوندھ ۾ پنھنجو ڪم هلائيندا آهن ۽ سچو سون جيئن تہ خالص آهي ۽ ڏينھن ۾ اُن جو قدر وڌي ٿو. ان ڪري سچا ڏينھن جو ڪم هلائيندا آهن. صوفين جي اصطلاح ۾ ظاهر ڪي حقيقت ۽ مظاهر ڪي صورت چيو وڃي ٿو. سڄي ڪائنات اسماءِ الاهي جو مظهر آهي. اسماءِ الاهي ظاهر ۽ حقيقت آهن ۽ سڄي ڪائنات ۾ انسان مظهرِ اتم آهي. قيامت جي ڏينھن جي حقيقت عارفن جو باطن آهي. جيئن تہ اهو اسمِ مقسِط جو مظهر آهي، ايئن ڪوٺي ۽ ڪري ڪي جدا ڪرڻ جو مظهر قيامت جو ڏينھن آهي ۽ اُن جي حقيقت عارفن جو باطن آهي. ڪاملن جي قلوب ۾ ڪري ۽ ڪوٺي ڪي جدا ڪرڻ جي صلاحيت آهي ۽ پرده پوشيءَ جي بہ. انھيءَ ڪري رات ۽ ڏينھن انهن جي قُلوب جو عڪس آهن. بزرگ رومي رحمه الله فرمائي ٿو تہ وَالضُّحىٰ مان مراد حضور ﷺ جي قلب مبارڪ جو نور آهي، جنهن جو قسم خدا ڪنيو آهي. جيڪڏهن ٻين مفسرن جي قول مطابق وَالضُّحىٰ جي معنىٰ چاشت جي وقت واري ورتي وڃي تہ بہ اُن جو قسم اُن بنياد تي آهي تہ اهو نورِ مصطفوي جو مظهر آهي، ورنہ محض چاشت جو وقت هڪ فاني شيءِ آهي، جيڪا خدا جي قسم جي لائق نہ آهي. وَ الَّيْلِ (الضحىٰ:٢) خدا جيڪو رات جو قسم ڪنيو آهي اُن مان حضور ﷺ جي ستاري ۽ جسمِ عنصري مراد آهي جنهن ۾ نور لِڪل آهي. رات وانگر جسم بہ نور جي لاءِ ساتر ۽ ڍڪيندڙ آهي. مَا وَدَّعَكَ (الضحىٰ:٣) "اُن خدا تو کي ڇڏيو نہ آهي." حضور ﷺ کان يهودين روح جي حقيقت جو سوال ڪيو. حضور ﷺ ٻڌائڻ جو وعدو ڪيو پر "انشاء الله" چوڻ ڀُلجي ويا. ان تي بطور تنبيھ ڪجھ ڏينھن جي لاءِ وحي منقطع ٿي ويو ۽ پوءِ سوره والضحىٰ نازل ٿي جنهن ۾ فرمايو ويو تہ خدا توهان کي ڇڏيو نہ آهي يعني توهان کي وصل حاصل آهي. انهيءَ ڪري توهان کي آزمائش مان وصل جي بشارت ملي. عبارت جي ذريعي ڪنهن حالت کي بيان ڪيو ويندو آهي ۽ انهن ٻنهين جي اها ئي نسبت آهي جيڪا هٿ ۽ ڪاريگر جي اوزار جي آهي. جيڪڏهن هٿ ۽ اوزار ۾ مناسبت آهي تہ ڪم نيڪ ٿيندو، ورنہ غلط. اهڙي طرح جيڪڏهن عبارت حال جي مطابق هوندي تہ صحيح آهي ورنہ غلط. هر اوزار هر هٿ ۾ ڪم ڪونہ ڪندو آهي. هٿ ۽ اوزار ۾ تناسب ضروري آهي. ڪُتو گاھ نٿو کائي سگهي، گڏھ هڏي نٿو چٻاڙي سگهي. منصور حلاج پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري "انا الحق" چيو هو. عبارت ۽ حال ۾ مطابقت هئي. فرعون بہ "انا الله" چيو جيڪو ڪوڙ هو ڇاڪاڻ تہ عبارت ۽ حال ۾ مطابقت نہ هئي. حضرت موسىٰ عليه السلام جي هٿ ۾ هٿ جي ڪاٺي ارڙ نانگ ٿي پئي، جيڪا معجزو هجڻ جي ڪري رسالت جي گواهہ بڻي. آلي ۽ هٿ ۾مناسبت هئي تہ جادوگر هارائي ويا. انهن جون لٺيون بيڪار ٿي ويون. جڏهن هٿ ڪم جو نہ هجي تہ اوزار ڪم نہ ڪندو. انهيءَ ڪري حضرت عيسىٰ عليه السلام پنهنجي ساٿيءَ کي اسمِ اعظم نہ سيکاريو تہ پنهنجو قصور نہ سمجهندو. اسمِ اعظم کي غلط چوندو. صحيح نتيجي لاءِ جوڙو ۽ صحيح اوزار هجڻ ضروري آهي پر اهو انسانن جي لاءِ آهي. خدا اوزار ۽ جوڙي کان پاڪ آهي. چند خدا هجڻ ثابت نہ آهي. چند خدائن جي مڃڻ وارا بہ هڪ خدا جا تہ لامحالہ قائل ٿيا آهن ٻاڏائي يا ٽيڏ جي ڪري هڪ شيءَ مان چند شيون نظر اينديون آهن. موحد جي لاءِ ضروري آهي تہ اُن جي فرمان جو تابع بنجي. موحد کي چوگانِ قضا جي مطابق عمل ڪرڻ گهرجي. نصيحت ٻڌي صحيح عقيدو قائم ڪر. نصيحت اُن تي اثر ڪري ٿي جيڪو دل جو انڌو نہ هجي. شيطاني ڳالهين کي بہ دل قبول ڪندي آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي ڳالهيون بہ ٽيڙيون آهن. علم سکڻ جي لاءِ مناسبت شرط آهي.

علم حاصل ڪرڻ جي لاءِ سڀ تدبيرون اختيار ڪرڻ گهرجن. الله تعالىٰ ڏانهن متوجه هجڻ معرفتن جو سرچشمو آهي. علم بي استادي وٽ ڪونہ رهندو آهي. جيئن بادشاھ جو باز بادشاھ وٽان وڃي ڳوٺاڻي جي گهر ۾ رهيو.

بادشاھ جي گم ٿيل باز کي پوڙھي عورت جي گھر ۾ لهڻ

علم آں بازیست کو ازشہ گریخت
گندہ پیر از جہل پیشش کاہ ریخت

ترجمو: ”علم اهو باز آهي جيڪو بادشاھ کان ڀڳو، پوڙھيءَ نادانيءَ مان اُن جي اڳيان گاھ وڌو.“

علم کي اهو باز سمجھ جيڪو بادشاھ کان اڏامي اڻوجھ پوڙھيءَ وٽ اچي پهتو. جهونڙيءَ، باز جي خوراڪ کان ناواقفيت جي ڪري ان جي لاءِ اهو ڪاڌو تيار ڪيو جيڪو باز کاڻ مناسب نہ هو. باز جا پير ٻڌي پر ۽ ننهن ڪٽيائين. پوءِ ان کي کائڻ لاءِ گاھ ڏنائين ۽ چوڻ لڳي تہ نااهلن تنهنجي صحيح سار سنڀال نہ لڌي. ان ڪري پر حد کان وڌي ويا ۽ ننهن ڌگها ٿي ويا اٿئي. هر نااهل جو هٿ خراب هوندو آهي. اي دوست! جاهل جي محبت کي ائين سمجھ. اهو توکي زخمي ڪري ڇڏيندو. بادشاھ سڄو ڏينهن باز کي ڳوليندو رهيو. نيٺ هو پوڙھيءَ جي گھر ڏانهن روانو ٿيو. اوچتو بادشاھ پوڙھي جي چُلھ تي باز کي ڏٺو. دونهين ۾ باز جي حالت خراب هئي. بادشاھ کي روئڻ اچي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ تنهنجي ڪم جي اها ئي سزا آهي ڇاڪاڻ تہ تو اسان سان وفاداري نہ ڪئي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ ”دوزخي ۽ بهشتي برابر نٿا ٿي سگهن، بهشتي ڇوٽڪارو لهڻ وارا آهن.“ جاهل پوڙھي هيءَ ڪميني دنيا آهي، جيڪو اُن ڏانهن جهڪيو اهو ذليل ۽ بيوقوف آهي. دنيا جاهلن جو وڏيڪ قدر ڪندي آهي. عقلمند اهو آهي جيڪو نجات حاصل ڪري. جيڪو جاهلن جو همراز ٿيندو تہ اهي اُن کي ملندا. باز زبان ڪانسواءِ زبانِ حال سان بادشاھ کي چئي رهيو هو تہ مون خطا ڪئي آهي، آئون ظالم آهيان. بادشاھ معاف ڪرڻ وارا هوندا آهن، ٻراين کي ڀلاين ۾ تبديل ڪندا آهن. خدا جي رحمت جي ڀروسي تي گناھ ڪرڻ مناسب نہ آهي. اسان جون نيڪيون بہ ان جي شايان شان نہ آهن. اسان جي دعا قبوليت جي لائق ڪٿي آهي! انسان کي بي تڪلفي سان گستاخ نہ هئڻ گهرجي. باز توبھ ڪئي ۽ بادشاھ جي جهوليءَ ۾ ڪري پيو.

نمرود هڪ ظالم بادشاھ هو، جيڪو خدائيءَ جو مدعي هو. هڪ مڇر ان جي نڪ ۾ گهڙي ويو ۽ ان جي هلاڪت جو سبب بڻيو. ابرھ خانہ ڪعبہ کي ڊاهڻ جي لاءِ هاٿين جي لشڪر سان حملو ڪيو تہ ننڍن ننڍن پکين ان جي لشڪر تي جوابي حملو ڪيو ۽ معمولي پٿريون پنهنجي پيرن جي ذريعي انهن تي ڪيرائي انهن کي هلاڪ ڪري ڇڏيو. جادوگرن جي مقابلي ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام لٺ ڪٽي ويو هو فرعون جي تلوار کي لٺ ماري وئي. حضرت نوح عليه السلام جي طوفان جي موجن اهو ڪم ڪيو جيڪو تلوارون ڪنديون آهن. حضور ﷺ کان شق القمر جو معجزو ظاهر ٿيو، هاڻي ستارن جي چنڊ جي پوڄا جو زمانو ختم ٿي ويو آهي. ابو نعيم پنهنجي ڪتاب ”حليہ“ ۾ هڪ حديث نقل ڪئي آهي جنهن ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جي ان تمنا جو اظهار آهي تہ مون کي حضور ﷺ جو زمانو ملي وڃي تہ بهتر. جيتوڻيڪ تنهنجو زمانو دور احمدي ﷺ کان پري آهي پر تون اُن کان متمتع ۽ نفعہ اندوز آهين. آئون ڏيڻ چاهيان ٿو ۽ ٻانهن کي پنهنجي نعمتن جي جهلڪ ڏيکاريان ٿو تان تہ اهي تنهنجي خواهش ۾ گريہ ۽ زاري ڪن ۽ منهنجي نعمت جو درياھ جوش ۾ اچي وڃي. ماءُ سُتل ٻار کي سجاڳ ڪندي آهي تان تہ اهو روئي ۽ ٿڃن ۾ کير جوش ڪري تہ اهو ٻار کي پياري. حديث شريف ۾ آهي تہ: كُنْتُ كَنْزاً مَخْفِيًا فَاَحْبَبْتُ اَنْ اُعْرَفَ فَخَلَقْتُ الْخَلْقَ ”آءٌ لڪل خزانو هئس، مون چاهيو تہ آئون سڃاتو وڃان، پوءِ مون مخلوق کي پيدا ڪيو.“ امت محمديہ کي معرفتِ ذات ۽ صفت جو پورو علم عطا ڪيو ويو آهي. حضور ﷺ جي بعثت بہ انهن عطين مان آهي جنهن جي نمائش جي ڪري اشرف المخلوقات پنهنجو مقام لڌو ورنہ پاڻ کان گهٽ جي اڳيان سربسجود هئا. الله جو شُڪر وڏيڪ نعمت جو سبب بڻجندو ۽ انسان باطني بُت کان نجات حاصل ڪندو. نسلي مسلمان کي اسلام جي نعمت جو قدر نہ آهي. انسان

جيتري قدر ذاتي ڪمائيءَ جو قدر ڪري ٿو، پيءُ جي ميراث جو ايترو قدر نٿو ڪري. ڪمائڻ وارو بهادري ۽ محنت سان مال ڪمائي ٿو، وارث اُن کي اُڏائي ڇڏين ٿا. بزرگ رومي رحمه الله وري پهرين مضمون کي شروع ڪري ٿو ته گريه ۽ زاري سان الله جي رحمت کي جوش اچي ٿو. نعمتِ خداوندي پُڪاريندي آهي ته آءٌ موجود آهيان. جنهن کي ڏيڻ مقصد نه هوندو آهي اُن کي نعمت جي جهلڪ به نه ڏيکاريندو آهيان. جڏهن اهو شوق جي ڪري دل گرفته ٿيندو آهي ته ان کي ڏئي ڪري خوش ڪندو آهيان. ان الله جي سنت جو ڪائنات ۾ مشاهدو ڪريو. ٻار جي روئڻ سان ماءُ جي ٿڻ ۾ کير جوش ڪندو آهي. ڪڪر جي روئڻ ۽ پاڻي وسائڻ سان باغ شگفته ٿيندو ۽ ٽڙندو آهي.

**الله تعاليٰ جي الهام سان شيخ احمد خضرويه جو قرض گهرندڙن جي لاءِ حلوو خريد ڪرڻ:**

بود شيخي دائماً او وام دار

از جوانمرديکه بود او نامدار

ترجمو: "هڪ شيخ هميشه قرضدار رهندو هو اُن سخاوت جي ڪري، جنهن ۾ هو مشهور هو."

هو مالدارن کان قرض وٺندو هو ۽ غريبن تي خرچ ڪندو هو. درويش هڪ خانقاه ٺاهي هئي. سندس نالو احمد خضرويه هو. سندس ڪم خدا جي عاشقن جي خدمت ڪرڻ هو. هن قصي جو مقصد به گريه جي فضيلت ۽ اُن تي نعمتن جي نزول جو بيان ڪرڻ آهي. مشهور آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام خادم کي مهمانن جي لاءِ قرض طور ڪٽڪ وٺڻ جي لاءِ موڪليو، اُتي ان کي قرض نه مليو ته واپسيءَ تي هو شرمندگي کان بچڻ جي لاءِ اُٽ تي واري ڀري گهر ڏانهن واپس آيو. تڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام فرمايو ته ڪٽڪ بجاءِ اٽو ڪٺيآئين! پوءِ ان نوڪر ڏٺو ته اها واري نه پر واقعي اٽو هو. شيخ احمد جو به الله تعاليٰ قرض ڪٿان نه ڪٿان ادا ڪري ڇڏيندو هو. فرشتا الله جي راهه ۾ خرچ ڪرڻ واري جي لاءِ برڪت جي دعا ڪندا آهن. بخيل جي لاءِ بد دعا گهرندا آهن. الله تعاليٰ خواب ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام کي حضرت اسماعيل عليه السلام جي ذبح ڪرڻ جو حڪم ڪيو. شهيدن کي اخروي حيات ابدي ملي آهي سندن جسم خاڪي کي ڏسي ڪري ڪافر ان ڳالهه جو منڪر بڻبو آهي. سالن جا سال شيخ اهو ڪم ڪندو رهيو، دل جي درد سان گڏ پيريءَ ۾ شيخ جي ڦڦڙن جي درد ۾ به اضافو ٿي ويو. قرض گهرندڙ قرض جي ادائيگيءَ ۾ بدگمان هئا. شيخ جي ذمي چار سؤ اشرفين جو قرض هو. ٻاهران هڪ ڇوڪرو حلوي وارو آواز ڏيڻ لڳو ۽ حلوي جي تعريف ڪرڻ لڳو. شيخ ۾ ڳالهائڻ جي طاقت نه هئي، خادم کي اشاري سان حلوي خريد ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. خادم دروازي مان ٻاهر آيو. ڇوڪري کي چيائين: سمورو حلوو ڪيتري جو آهي؟ ڇوڪري چيو: اڌ دينار کان ڪجهه مٿي آهي. خادم چيو ته صوفين کان وڌيڪ نه وٺ، آئون توکي اڌ دينار ڏيندس. خادم حلوي جو ٿال ڪٽي اندر وڃي شيخ جي اڳيان رکيو. شيخ قرضين کي اشارو ڪيو ته هيءَ بخشش ۽ برڪت آهي، خوب کائو.

سيني حلوو کاڌو. جڏهن ٿال خالي ٿيو تڏهن ڇوڪري پئسا گهريا. شيخ چيو ته آئون قرضي آهيان، پئسا ڪٿان آڻيان. ڇوڪرو ٿال زمين تي اُڇلائي روئڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته هتي نه اچان ها ته بهتر هو. ڇوڪري جي گوڙ سان ماڻهو گڏ ٿي ويا. ڇوڪرو چوڻ لڳو ته خالي هٿين ويندس ته مار کائيندس. قرضي به شيخ ڏانهن مُتوجهه ٿيڻ لڳا ته شيخ هن جهان مان وڃي پيو، اسانجي پئسن سان گڏ هِن جا پئسا به کنيو پيو وڃي ٽيهريءَ تائين ڇوڪرو روئندو رهيو، شيخ خيال ئي نه ڪيو ڇاڪاڻ ته جنهن جو روح ان جي اڳيان مسڪرائي ان لاءِ کنهن جو مُنهن خراب ڪرڻ مُضر نه هوندو آهي. هر شخص پنهنجو ڪم ڪندو آهي. حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم چنڊ کي ٻه ٽڪرا ڪيو، ڪيني جي ڪري ابو لهب بڪواس ڪئي. حضرت عيسيٰ عليه السلام معجزي سان مُردن کي زنده ڪندو هو. بادشاهه درياءَ جي ڪناري تي شراب نوشي ڪندا آهن، ڇاڪاڻ ته درياءَ جي ڪناري تي شراب نوشي وڌيڪ لُطف جو سبب هوندي آهي.

ماڻهن جي چندي ڏيڻ ۾ شيخ جو باطني توجهه رڪاوٽ بڻيو ۽ ٻين قرضين جي باوجود ڇوڪري جي قرض جي ادائيگي ٻين کي پسند نه آئي. ڇاڪاڻ ته بزرگن جي باطني قوت جي مقابلي ۾ اهو سڀ قرض معمولي هو. وچين نماز ڪانپوءِ هڪ سخي وٽان هڪڙو خادم ٿال ڀري آيو. ان کي شيخ جي قرض جي خبر هئي. ٿال ۾ چار سو دينار هڪڙا، اڌ دينار ٻيو ۽ هڪ ڪاغذ جو ٽڪڙو هو. نوڪر ٿال شيخ اڳيان رکيو. بزرگن کان جيڪا ڳالهه غيبي نظام جي ماتحت عام سنت ا͏ جي خلاف ظاهر ٿئي، ان کي ڪرامت چئبو آهي. ماڻهو حيران ٿي ويا ته هي ڪهڙو راز آهي ۽ معافي گهرڻ لڳا. اڪثر ائين ئي ٿيندو آهي ته عوام بزرگن جي ڳالهه جي تهه تائين نه پهچندا آهن ۽ پنهنجي قياس ۽ اٽڪل سان ڳالهيون ٺاهيندا آهن. حضرت موسيٰ عليه السلام حضرت خضر عليه السلام جي ڪمن جي تهه تائين نه پُهتو هو ۽ اعتراض ڪري شرمنده ٿيو هو. عارفن جي چشم بصيرت آسمانن کي پار ڪري ويندي آهي. شيخ چيو: توهان جيڪي بيهوده ڳالهيون ڪيون، مون توهانکي معاف ڪيو. منهنجي دعا تي الله تعاليٰ مون کي صحيح رستو ڏيکاريو. بزرگ رومي رحمة الله عليه نصيحت ڪندي فرمائي ٿو ته جهڙي طرح بخشش جو دروازو حلوي وڪڻندڙ ٻار جي روئڻ سان کليو، اهڙي طرح تون به پنهنجو معاملو سمجهه، مصيبتون نعمتن ۾ تبديل ٿي وينديون. جيڪڏهن تون چاهين ٿو ته توکي اها پوشاڪ ملي ته ان لاءِ اک جي ٻار کي جسم جي ضرورت تي رئار.

**هڪ شخص جو هڪ زاهد کي ديجارڻ ته گهٽ روءُ، متان انڌو نه ٿي وڃين!**

زاهدے را گفت یارے در عمل
کم گری تا چشم را نا ید خلل

ترجمو: "سالڪ هڪ زاهد کي چيو ته گهٽ روءُ، تان ته اک کي نقصان نه پُهچئي."

زاهد جواب ۾ چيو ته آئون ا͏ جي ياد ۾ روئي اکيون خراب ڪري رهيو آهيان، هاڻي ٻه صورتون آهن: يا ته ان روئڻ جي نتيجي ۾ مُنهنجيون اکيون برباد ٿينديون ۽ مون کي ديدارِ حق ميسر ٿيندو ۽ پوءِ مونکي هنن جسماني اکين جي بربادي جي ڪا پرواهه نه رهندي ۽ جيڪڏهن ديدارِ حق ميسر نه ٿئي ته پوءِ اهڙين اکين جو برباد ٿيڻ ئي بهتر آهي جيڪي حق جي ديدار کان محروم هجن. جسماني اکين جي بربادي جو ڪو رنج نه آهي. الله تعاليٰ جيڪو مردن کي زنده ڪري ٿو ۽ روحن کي زندگي ڏئي ٿو اُن خدا کان روح جي زندگي گهرو. حضرت عيسيٰ عليه السلام جي اُن بي وقوف ساٿيءَ وانگر نه ٿيو، جنهن هڏن کي زنده ڪرڻ تي اصرار ڪيو هو. اصل روح آهي ۽ جسم محض اُن جي قيام گاهه ۽ رهڻ جي جڳهه آهي. اصل حضرت نوح عليه السلام جي ذات هئي ۽ ٻيڙي محض اُن جي نشست گاهه هئي. جيڪڏهن الله تعاليٰ جا وفادار سپاهي بڻجندؤ ته اهو خود توهان جو بندوبست فرمائيندو.

**حضرت عيسيٰ عليه السلام جي دعا سان هڏڙين جي زنده ٿيڻ واري قصي جي پڄاڻي**

چونکہ عیسیٰؑ دید آں ابلہ رفیق
جُز کہ استیزہ نمی داند طریق

ترجمو: "جڏهن حضرت عيسيٰ عليه السلام اُن بي وقوف ساٿيءَ کي ڏٺو، ته هو جهڳڙي کان سواءِ ڪو طريقو نٿو ڄاڻي."

ناداني جي ڪري ڪا نصيحت قبول نٿو ڪري ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي اسم اعظم نه پڙهڻ کي بُخل تي محمول ڪري رهيو آهي. نيٺ نوجوان جي اصرار تي حضرت عيسيٰ عليه السلام هڏن تي اسمِ اعظم پڙهيو. الله تعاليٰ هڏين جي ان ڍانچي کي زنده ڪيو. اُن ڍانچي مان ڪاري شينهن ٽپو ڏيئي نوجوان کي چنبو هنيو ۽ سندس ميجالو ڪڍي ڇڏيائين ۽ نوجوان جي کوپري خالي اخروٽ وانگر ٿي وئي. نوجوان ۾ عقل هجي ها ته ڪيس نقصان نه پهچي ها.

حضرت عيسىٰ عليه السلام شينهن کي چيو: تو ايترو جلدي هِن جي سرڪوبي جو ڪئي؟ شينهن جواب ڏنو تہ اِن ڪري جو هن بيجا سوال ڪري توکي پريشان ڪيو هو. حضرت عيسىٰ عليه السلام شينهن کي چيو: تو هن جو خون ڇو نہ پيتو؟ شينهن جواب ڏنو تہ آئون پنهنجي مقدر جي روزي ڪائي طبعي موت مئو هوس، هاڻي منهنجي روزي نہ هئي. جيڪڏهن دنيا ۾ منهنجو رزق هجي ها تہ مئلن ۾ شامل نہ ٿيان ها. بزرگ رومي رحمة الله عليه نصيحت ڪندي فرمائي ٿو تہ اهي ماڻهو عبرت حاصل ڪن جيڪي بزرگن کي سوال ڪري پريشان ڪن ٿا. اُن بي وقوف کي حضرت عيسىٰ عليه السلام جي ذاتِ گرامي ميسر آئي جيڪا بمنزلہ صاف پاڻيءَ جي هئي. اُن جي ذريعي اُن شخص کي پنهنجي روح جي پاڪيزگي ڪرڻ گهرجي ها پر هُن گڏھ وانگر اَن جو غلط استعمال ڪيو. حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ ”تنهنجو سڀ کان وڏو دشمن تنهنجو نفس آهي جيڪو تنهنجي ٻن پاسن جي وچ ۾ آهي.“ انساني جسم هڏين ۽ خون جو مجموعو آهي. هڏي ڪُتي جي خوراڪ آهي ۽ رت جونءَ جي خوراڪ آهي. جيڪڏهن تنهنجي نگاھ ۾ ڪل ۽ مغز ۾ ڪو فرق نہ آهي تہ تنهنجيون اکيون بيڪار آهن، امتحان جي وقت رسوا ۽ خوار ٿينديون. جيڪڏهن انسان جسماني لذتن ۽ اخروي نعمتن ۾ فرق نٿو ڪري سگهي تہ پوءِ اها قابلِ معافي ڀُل نہ آهي. اها تہ انڌائپ آهي. توکي ٻين جا عيب ڇڏي پنهنجين مصيبتن تي روئڻ گهرجي. جهڙي طرح مينهن سان نباتات ۽ ٻوٽن جو فروغ آهي، اهڙي طرح پنهنجين مصيبتن تي روئڻ سان روح کي فروغ ملي ٿو. مينڻ بہ ٻري لُڙڪن جي صورت ۾ ٽپڪندي آهي. مردي تي روئڻ ۽ نوحہ ڪرڻ اِن ڪري ممنوع آهي جو اهو ڏيکاءَ جو روئڻ آهي. ان ممانعت کي پُرخلوص روئڻ سان ختم ڪريو. تقليدي ڪم چاهي وڏو هجي پر اُنجي ڪا بہ حقيقت نہ آهي. جيستائين حال نہ هجي تيستائين قال بيڪار آهي. بي عمل واعظ ۽ بي بصر مقلد جو مثال نهر ۽ بانسريءَ جهڙو آهي، ڇاڪاڻ تہ نهر خود نفعو نٿي حاصل ڪري ۽ بانسريءَ جي دل ۾ سوز نہ آهي. پئسن تي روئڻ وارن نوحہ ڳرن مان جيئن سندن اڳواڻ چوندو آهي ٻيا اُن کي دُهرائيندا آهن. محقق جيڪو پنهنجي تحقيق سان ڳالھ جي تہ تائين پُهچي اهو حضرت دائود عليه السلام وانگر آهي. حضرت دائود عليه السلام مشهور نبي آهي، جنهن جي لهجي ۾ ڏاڍو اثر هو. مطلب تہ سُني ڪم جي تقليد ڪرڻ بہ باعثِ ثواب آهي. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ ”تورات کي سمجهڻ باوجود ان تي عمل نہ ڪندڙ ماڻهن جو مثال اُن گڏھ وانگر آهي جنهن تي ڪتاب لڏيل هجن“ جيڪڏهن انهن جي چپن جي ڳالھ دل تي چمڪي تہ انهن جو جسم الله تعالىٰ جي نالي جي تجلي سان ٽُڪرا ٽُڪرا ٿي وڃي ها. سِفليات ۾ جادوگر شيطانن جي نالي کان ڪم وٺندا آهن. تون الله جي نالي جي ذريعي پئسا حاصل ڪرين ٿو!

**هڪڙي ٻهراڙيءَ جي ماڻهوءَ جو شينهن کي اهو سمجهي ٻَڌڻ تہ اها ڳئون آهي!**

روستائی گاؤ در آخر بہ بست
شیر گاوش خورد و بر جایش نشست

ترجمو: ”هڪڙي ڳوٺاڻي ڳئونءَ کي وٿاڻ ۾ ٻڌي ڇڏيو، شينهن ان ڳئونءَ کي کائي ساڳي جاءِ تي ويهي رهيو.“

ڳوٺاڻو رات جو ڳئونءَ کي ڳوليندو رهيو، رات جي اونده جي ڪري شينهن جي پُٺن تان هٿ ڦيريندو رهيو. جهڙي طرح اٽڪاٽائيءَ جي ڪري شينهن تي هٿ ڦيرائڻ جي باوجود ان ڳوٺاڻي جي دل نہ ٽُٽي، اهڙي طرح الله تعالىٰ جي پليءَ پت معرفت نہ هجڻ سان ان جي نالي جو تحمل ٿي ويندو آهي، ورنہ طور جبل وانگر انساني جسم ٽُڪرا ٽُڪرا ٿي وڃي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ ”جيڪڏهن اسين هن قرآن کي هڪ جبل تي نازل ڪريون ها تہ توهان ان کي ڏسو ها تہ اهو خدا جي خوف کان جُهڪي ۽ ڦاٽي وڃي ها.“ ماءُ پيءُ کان جيڪو ملندو آهي انسان اُن جو وڏيڪ قدر ڪونہ ڪندو آهي. تشبيھ جي لاءِ هي قصو ٻڌ، تان تہ تون تقليد جي هلاڪت کي سمجهي سگهين.

**سماعَ جي خاطر صوفين جو هڪ مسافر جي وهٽ کي وڪڻي ڇڏڻ**

هن قِصي جو مقصد هيءُ آهي تہ ٻُڌل ڳالهين کي رٽڻ ۽ حقيقت تي غور نہ ڪرڻ ڏاڍو نقصانڪار هوندو آهي.

*صوفئ در خانقاه از ره رسيد*

*مرکبِ خود بُرد و در آخر کشيد*

ترجمو: "هڪ صوفي سفر ڪندي هڪ خانقاهہ ۾ پهتو. پنهنجي چڙهيءَ جي وهٽ کي طنبيلي ۾ ٻڌي ڇڏيائين."

صوفيءَ پنهنجي وهٽ کي پاڻي ۽ چارو ڏنو. اڳ ۾ جنهن صوفيءَ جو ذڪر ٿي گذريو، ان پاڻ پنهنجي گڏهہ کي داڻو نہ ڏنو هو، خادم تي ڀروسو ڪيو هو. جڏهن قضا ايندي آهي تڏهن احتياط مان ڪهڙو فائدو؟ حديث شريف ۾ آهي تہ "قريب آهي تہ افلاس ۽ مسڪيني ڪُفر بنجي وڃي." يعني مُفلس جو ايمان هيٺ مٿي ٿي ويندو آهي. اي مالدار، تون نہ ڪِلُ، تنهنجو پيٽ ڀريل آهي . خانقاهہ جي صوفين هن مُسافر جي گڏهہ کي وڪڻڻ جو ارادو ڪيو. شرعي اصول آهي تہ مجبوريون ممنوع شين کي جائز ڪنديون آهن، انتهائي مجبوري جي وقت مُردار کائڻ جائز آهي. هُنن ڪوشش ڪري صوفيءَ جو گڏهہ وڪڻي ڇڏيو ۽ مزيدار کاڌو وٺي آيا. خانقاهہ ۾ هر ڪنهن جي وات اِها ئي وائي هئي تہ اڄ رات لذيذ کاڌو آهي، سماع بہ آهي، مستي بہ آهي. ٽن ڏينهن جي بک اڄ ختم ٿيندي. چمڙي جو ٿيلهو جنهن ۾ فقير پنهنجي کاڌي جون شيون رکندا هئا پري آيا. اڄ رات دولت اسان جي مهمان آهي. هُنن نفس اماره کي روح سمجهي انهن جي پرورش شروع ڪري ڇڏي. آيل صوفي ٿڪل هو. سيئي صوفي ان جي چڱي طرح خدمت ڪرڻ لڳا ۽ زور ڏيڻ لڳا. ڪاڏي جي لاءِ نشست ۽ قيام گاهہ جي باري ۾ پڇندا رهيا. جڏهن مسافر صوفي سين جو لاڙو پاڻ ڏانهن ڏٺو تڏهن ڏاڍو خوش ٿيو. سيني ڪاڌو، ڪاڌو ۽سماع شروع ٿيو. بورچي خاني مان دونهون ٻاهر وڃي رهيو هو. صوفي رقص ۾ مشغول هئا. ڪڏهن سجدي ۾ چبوتري تي پيشاني گهمائي رهيا هئا جڻ تہ جهوپڙيءَ کي صاف ڪري رهيا هجن. حقيقي صوفي بسيار خور ۽ گهڻو کائيندڙ نہ هوندا آهن، پِنڻ کي عيب سمجهندا آهن، بناوٽي صوفي بہ حقيقي صوفين جي ڪري ڪجھ کائي وٺندا آهن. سماع جي آخر ۾ قوال چوڻ لڳو: "گڏهہ هليو ويو، گڏهہ هليو ويو!" قوال گرم جوشيءَ سان نچندو ۽ صبح تائين ايئن چوندو رهيو. تقليد ڪندي مهمان صوفي بہ ائين چوندو رهيو. خانقاهہ خالي ٿي وئي. مسافر صوفي اڪيلو رهجي ويو ۽ پنهنجو سامان سهيڙڻ لڳو سامان هُجري کان ٻاهر ڪڍيائين تہ جيئن گڏهہ تي رکي. طنبيلي ۾ ويو، اتي گڏهہ نہ هو. دل ۾ خيال ڪيائين تہ شايد نوڪر گڏهہ کي پاڻي پيارڻ لاءِ ڪاهي ويو هوندو. جڏهن خادم آيو تہ صوفيءَ اُن کان پڇيو تہ گڏهہ ڪٿي آهي؟ خادم چيو پنهنجي ڏاڙهي جو خيال ڪر ۽ مون کان غلط سوال نہ ڪر. صوفيءَ چيو تہ مون گڏهہ تنهنجي حوالي ڪيو هو ظاهر آهي تہ توکان پڇندس، مونکي گڏهہ هٽ ڪري ڏي. حديث شريف ۾ آهي تہ عَلَى الْيَدِ مَا أَخَذَتْ "هٿ جيڪي ڪُجھ وٺي ان جو ادا ڪرڻ ضروري آهي." جيڪڏهن تون گڏهہ نہ ڏيندين تہ آئون قاضي وٽ درخواست ڪندس. خادم چيو: مون کي صوفين مجبور ڪيو ۽ گڏهہ ڪاهي ويا. صوفيءَ چيو: تون اچين ها ۽ مون کي ٻڌائين ها تہ گڏهہ ڪاهيو وڃن پيا تہ آئون پنهنجو گڏهہ واپس وٺان ها. هاڻي چندو ڪري مون کي قيمت ڀري ڏي. آئون هن وقت ڪنهن کي پڪڙيان ۽ قاضي وٽ وٺي وڃان!؟ مون تي اها مصيبت تنهنجي ڪري آئي آهي. خادم چيو تہ آئون ڪيترا دفعا آيو هوس پر تون ٻين صوفين کان بہ وڌيڪ ذوق سان چئي رهيو هئين تہ "گڏهہ ويو هليو." اهو ٻڌي آئون واپس موٽي ويس ان وقت صوفي تسليم ڪيو تہ سوچڻ سمجهڻ کان سواءِ انڌي تقليد مون کي برباد ڪيو. پيٽ ڀرڻ جي لاءِ هنن صوفين خيانت ڪئي. هنن ماڻهن جي ذوق منهنجي اندر بہ ذوق پيدا ڪري ڇڏيو. سُٺي تقليد فائديمند هوندي آهي. سالڪ ابتدا ۾ رهبر ڪامل جي تقليد ڪندو آهي ۽ ڪمال حاصل ٿيڻ تي اهو مقلد محقق بنجي ويندو آهي. جيڪڏهن رڪاوٽ نہ

هجي تہ ڪامل جي تربيت سان فائدو پهچندو آهي. ڪامل عارف کان مستفيض ٿيڻ جي لاءِ برن اخلاقن جو ڇڏڻ ضروري آهي. آرسي حقيقت حال کي صحيح طور تي واضح ڪندي آهي، انهي ڪري اها صاف گوئي ۾ ضرب المثل آهي. تارازي (ساهمي) بہ گهٽ وڌ شيءِ کي صحيح صحيح ٻڌائيندي آهي. هر نبي پنهنجي قوم کي صحيح صحيح پيغام پهچايو. حضرت ابو بڪر " حضورﷺ تي پنهنجي سڄي دولت خرچ ڪري ڇڏي. ڪن روايتن ۾ اچي ٿو تہ جنهن وقت اهو مسلمان ٿيو هو اُن وقت حضرت ابوبڪر " جي ملڪيت ۾ چاليهہ هزار دينار هئا. لالچ ۾ انسان ڪنهن جي نصيحت قبول ڪونہ ڪندو آهي ۽ لالچي ماڻهو صحيح ڳالهہ ڪرڻ تي قادر ڪونہ رهندو آهي، ڇاڪاڻ تہ مال ۽ مرتبي جي لالچ انسان کي بي بصيرت بنائي ڇڏيندي آهي. حق جي مَئي جو پياڪ آزاد هوندو آهي. ڪنهن جي بيجا ڳالهہ قبول ڪونہ ڪندو آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ دنيا مردار آهي ان جا طلبگار ڪُتا آهن." اهو بي نور صوفي ڪاڏي ۽ سماع جي لالچ ۾ گڏهہ وڃائي ويهي رهيو.

**قاضيءَ جي حڪم تي شهر ۾ هڪ مفلس جي تشهير ڪرڻ**

*بود شخصے مفلسے بے خان و مال*

*ماند در زندان و بندِ بے امال*

ترجمو: "هڪ نڌڻڪو، مفلس ۽ مسڪين شخص قيدخاني ۾ بند هو."

مطلب تہ اهو شخص بي گهر ۽ بي در هو، لالچ جي ڪري قيدين جو ڪاڏو کائي ويندو هو، ماڻهن لاءِ ڪوهہ قاف وانگر ڳرو هو. ماڻهن کان گراهہ ڦري پچي ويندو هو. اهي تہ رسمي قيدخاني جون مصيبتون آهن پر دنيا جيڪا مومن لاءِ هڪ قيدخانو آهي اُن جي مصيبتن جو ڪهڙو ذڪر ڪجو تا. دنياوي زندگيءَ ۾ هن جهان کان ڇوٽڪارو نہ آهي. انسان جي لاءِ خارجي مصيبتون تمام گهٽيون آهن پر خود انسان جي اندر بہ ڪئين مصيبتون آهن. سُٺا خيال انسان جي ترو تازگي جو سبب آهن. جيڪڏهن انساني خيالات ڪو ناخوش گوار تصور قائم ڪن تا تہ انسان ميڻ وانگر ڳري ويندو آهي. انسان سٺي سوچ جي ڪري دشمنن ۾ بہ راحت سان زندگي گذاريندو آهي. سُٺا خيال دشمن کي بہ دوست بنائيندا آهن. مومن جو ايمان آهي تہ صبر جو ثواب ملندو. حديث شريف ۾ آهي تہ صبر ايمان جو حصو آهي. خيالات جهڙي طرح اثرن جي اعتبار سان مختلف آهن اهڙي طرح پنهنجي ذات جي اعتبار سان بہ مختلف آهن. هڪ ئي انسان جي باري ۾ هڪ انسان جو خيال هوندو آهي تہ اهو ڏنگڻ وارو نانگ آهي. ٻيو اُن کي پنهنجو دوست سمجهندو آهي. نانگ سمجهڻ واري جي نظر ۾ اُن جون بُرايون آهن، دوست سمجهڻ واري جي خيال ۾ اُن جون ڀلايون آهن.

هر شخص جي نفس الامر ۾ گڻ ۽ اوگڻ هوندا آهن. هر انسان ۾ ڪافرانہ صفتون بہ هونديون آهن ۽ مومنانہ صفتون بہ هونديون آهن. انسان جو مثال ڇِڪمرو سمجهو، جنهن ۾ اڇا ۽ ڪارا ٽِڪا هوندا آهن. حضرت يوسف عليه السلام پنهنجي پيءُ حضرت يعقوب عليه السلام جو نورِ نظر هو ۽ سندس ڀائر کيس بُرو سمجهندا هئا. جيئن تہ هُن جي ڀائرن جا خيال بُرا هئا انهن کي يوسف عليه السلام برو نظر آيو. ڇاڪاڻ تہ جسماني اک، دل جي اک جي تابع آهي. اصل دل جي اک آهي، انسان ۾ اصل رو حاهي ۽ اُن جو مسڪن عالمِ بالا آهي، انهيءَ ڪري انسان کي عالمِ ارواح جي ڪاروبار ۾ لڳڻ گهرجي. ڇهن ئي پاسي ساڃي ڪاهي، اڳيان پُٺيان، هيٺ ۽ مٿي انسان گهيريل آهي. جيئن شطرنج جي ڇهن خانن ۾ نرد جو مهره ڦاسندو آهي ۽ مُشڪل مان نڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي اهوئي انسان جو حال آهي. جڏهن شطرنج ۾ بادشاهہ گرفتار ٿي وڃي تہ راند هارجي ويندي آهي. ان ڳالهہ جوخاتمو نہ آهي، قيدي اُن ديوث گڏهہ مان پريشان آهي.

**قيدين جي قاضيءَ جي وڪيل سان شڪايت**

باوکیلِ قاضیِ ادراک مند
اہلِ زنداں در شکایت آمدند

ترجمو: ”عقلمند قاضيءَ جي وڪيل سان قيدي شڪايت ڪرڻ لڳا.“

وڪيل کي چيائون ته قاضيءَ کي اسان جا سلام چئج ۽ ٻڌائج ته اسين هن ڪميٽي مان ڦاسي ويا آهيون ۽ اهو هميشه قيدخاني ۾ رهي ٿو. گهڻو کائي سندس پيٽ ڍُهل وانگر ٿي ويو آهي ۽ هر وقت ڪاڏو گهري ٿو ۽ ڪاڏي تي مکِ وانگر ڪري ٿو پوي. جيڪڏهن ايئن ڪرڻ کان ڪيس روڪجي ٿو ته ٻوڙو بڻجي وڃي ٿو. اهو پيٽو ٽن سالن کان جيل ۾ هو. خوش مزاج وڪيل قاضيءَ وٽ ويو. قاضيءَ قيدخاني مان همراه کي گهرايو ۽ سڀ شڪايتون ثابت ٿيون. قاضيءَ ڪيس چيو ته جيل ڇڏ، پنهنجي گهر وڃ. حديث شريف ۾ آهي ته ”دنيا مومن لاءِ قيدخانو ۽ ڪافر لاءِ جنت آهي.“ قيديءَ چيو ته جيڪڏهن مون کي جيل مان ڪڍندين ته آئون مري ويندس. قرآن پاڪ ۾ شيطان جو مقولو ذڪر ڪيل آهي ته ”اي منهنجا پروردگار! مون کي قيامت تائين مهلت ڏي.“ آئون اِتي خوش آهيان. حضرت آدم عليه السلام سان شيطان جي دشمني آهي. جنهن وٽ ايمان جي روزي آهي آئون اُن جو زادِ راهه ڦُري وٺندو آهيان. قرآن پاڪ ۾ آهي ته ”شيطان توهان کي اِفلاس جي ڳڻتين ۾ مبتلا ڪري ٿو ۽ توهان کي بيحيائي جي ترغيب ڏئي ٿو.“ هن دنيا جي قيدخاني ۾ مومن ۽ شيطان جي اها ئي صورت آهي، جيڪا هين قيدين ۽ اُن پيٽو مفلس جي هئي. عبادت سان جيڪا روزي حاصل ٿيندي آهي اُن کي شيطان اُڏائي ڇڏيندو آهي. ابليس هڪ آهي، ان جو اولاد گهڻا شيطان آهن. شيطاني اثر سان انسان به شيطان بنجي ويندو آهي. هر اها شيءِ جيڪا انسان جي عبادت جي سرگرمين کي سرد ڪري اُن ۾ شيطاني اثر سمجهو. شيطان جو تباهه ڪاريءَ لاءِ اُن جو مجسم ٿي سامهون اچڻ ضروري نه آهي. اهو انساني خيالات ۾ شيطانيت ملائيندو آهي جيڪا تباهيءَ جو سبب بنبي آهي. انسان جي تباهي اُن جي فاسد خيالن سان ٿيندي آهي. فاسد خيالن جي دفع ڪرڻ جي اها ئي صورت آهي ته انسان دل ۾ جان سان لاحول پڙهندو رهي.

**مفلس پيٽوڙيءَ جي قصي جو باقي حصو:**

گفت قاضی مُفلسی را وا نما
گفت اے نک اہلِ زندانت گواہ

ترجمو: ”قاضيءَ چيو ته مفلسيءَ کي ثابت ڪر. اُن چيو ته هي قيدي توهان جي اڳيان گواهه آهن.“

جيڪڏهن مفلس جو افلاس ثابت ٿي وڃي ٿو ته اُن کي قيد نٿو رکي سگهجي. قاضيءَ چيو ته قيدي تنهنجو افلاس ثابت نه ڪندا. جيڪڏهن شاهديءَ ۾ شاهد جو غرض ۽ مطلب ثابت ٿي وڃي ته اُن جي شاهدي معتبر ڪونه رهندي آهي. سيني ماڻهن چيو ته اسين هن جي مفلسيءَ جا گواهه آهيون. قاضيءَ چيو ته هن کي سڄي شهر ۾ گهمايو ۽ پڙهو ڏياريو ته ڪوبه هن کي قرض نه ڏي. قرض ڏيڻ واري جي سزا قيد آهي پر جڏهن اُن جو افلاس ثابت ٿي وڃي ته پوءِ ڪيس قيد نٿو ڪري سگهجي. انسان کي دنيا جي قيد ۾ قدرت هن لاءِ مقيد ڪيو آهي تان ته عمل صالح سان اُن جو افلاس يا دلداري ثابت ٿي سگهي. الله تعاليٰ شيطان جي مفلسيءَ جو اِن ڪري اعلان ڪيو آهي تان ته ڪوبه اُن سان ڪنهن قسم جو معاملو نه ڪري. جيئن ته قاضيءَ اُن مفلس جي باري ۾ اعلان ڪرايو هو. اُن مفلس جو اعلان ۽ تشهير ڪرائڻي هئي ۽ مفلس کي سڄي شهر ۾ گهمائڻو هو، ان ڪم لاءِ سپاهين ڪِي هڪ ڪرد جو اُٺ هٿ اچي ويو. چاشت جي وقت اُٺ ورتائون، رات تائين اُٺ کي هڪليندا ۽ پڙهو ڏيندا رهيا. ڪرد سپاهيءَ کي پئسا ڏيئي خوش ڪرڻ

گهريو تان تہ سپاهي اُٺ مان هٽ ڪيو. ڪُرد بہ اُٺ جي پويان هليو پيو. اهو مفلس قيدي جيئن تہ سيني کي ٻُڪ مارين‌دو هو اُن ڪي سُڃاڻڻ لاءِ سيني ماڻهن ڏٺو. اعلان ڪرڻ وارا ڏهہ ماڻهو هئا جيڪي مختلف زبانن ۾ اعلان ڪري رهيا هئا تہ هيءُ ٺڳ، حريص ۽ پيٽوڙي آهي دغاباز آهي مطلب تہ بظاهر پلو معلوم ٿئي ٿو پر باطن ۾ بُرو شخص آهي. اڌورو سنو لباس پائي ماڻهن کي ڏوکو ڏئي ٿو. بيوقوف شخص دانائي جون ڳالهيون ڪندو آهي تہ اهي بہ ڪنهن ٻئي جون چيل هونديون آهن. چور جو عام طور تي هٿ ڪٽيل هوندو آهي. جيڪڏهن اهو لِڪائڻ جي لاءِ وڏيون ٻانهون قميص جون پائي تہ بہ هٿ ڏيڻ وقت راز کُلي ويندو آهي. اهوئي بي وقوف جو حال آهي. رات جو جڏهن مفلس اُٺ تان لٿو. تڏهن ڪُرد چوڻ لڳو تہ صُبح کان اُٺ تي وينو آهين، گاهہ جو تہ خرچ ڏي. مفلس چيو: تو هيترا اعلان ڪونہ ٻڌا جڏهن تہ پٿيون بہ سُٽي رهيون هيون. "گهر ۾ ڪو لائق ماڻهو نہ آهي." اهو محاورو اُن شخص جي لاءِ ڳالهايو ويندو آهي جنهن تي ڪا نصيحت اثر نہ ڪري. سيئي اثر الله تعاليٰ جي اجازت تي موقوف آهن. اک، ڪن وغيره پنهنجو ڪم تڏهن ڪندا آهن جڏهن خدا چاهيندو آهي. قيامت جي ڏينهن سڀ ڳالهيون ظاهر ٿي وينديون. حديث شريف ۾ آهي تہ "خدا جيڪا بيماري پيدا ڪئي آهي اُن جي دوا بہ پيدا ڪئي آهي"، انهيءَ ڪري حق ۽ باطل ۾ امتياز ۽ فرق نہ ڪري سگهڻ جي مرض جي دوا ضرور آهي. ان مرض جي دوا، خداوندي تائيد سان حاصل ٿي سگهندي، منادين جي اعلان جو اثر ڪرد تي نہ پيو ڇاڪاڻ تہ اهو لالچ ۾ پريل هو. مقتول جون اکيون عام طور تي کليل رهجي وينديون آهن، ڇڻ هو پنهنجي جان کي ڏسي رهيو آهي. تون بہ درد جي علاج لاءِ عالم ملڪوت تي نظر رک. هن عالم ڪون و مڪان کي ذاتِ بي جهت ۽ لامڪان پيدا ڪيو آهي. تون اُن ڏانهن نظر رک ۽ جهت ۽ مڪان کان نظر هٽاءِ، الله تعاليٰ نيست مان هست ڪري ٿو ۽ اُن جي ايجاد جو تعلق نيستيءَ سا ناهي، انهيءَ ڪري تون بہ پنهنجو پاڻ کي نيست بناءِ.

**مناجات**

اے خدائے پاک بے نیاز و یار
دست گیر و جُرم ما را درگذار

ترجمو: "اي خداءِ پاڪ، لاشريڪ ۽ مددگار کان بي پرواهہ! دستگيري فرماءِ ۽ اسان جي خطا کي درگذر ڪر."

خدا ئي اهڙي دعا جي توفيق عطا فرمائيندو آهي جنهن کي اهو قبول ڪري. خدا جي غفاريت کان اطمينان آهي ۽ اُن جي قهاريت کان ڊپ آهي. اي خدا! دعا ۾ جيڪڏهن ڪا غلط ڳالهہ نڪري تہ اُن جي اصلاح فرماءِ، جهڙي طرح ڪيميا ٽامي کي سون بنائيندي آهي اهڙي طرح الله تعاليٰ بہ سيئات کي حسنات ۾ تبديل فرمائيندو آهي. جڏهن الله تعاليٰ پاڻي ۽ مٽيءَ مان اشرف المخلوقات بنائي سگهي ٿو تہ براين کي ڀلاين ۾ تبديل ڪرڻ معمولي ڳالهہ آهي. معمولي مٽي ۽ پاڻيءَ ۾ رشتن واريون نسبتون پيدا فرمائي ڇڏيون ۽ ان کي اهڙي حس عطا ڪئي. جو اُن ۾ غم ۽ خوشيءَ جا جذبا آهن، وري انهن انسانن مان ڪِن کي سڄي دنيا کان بي نياز ڪري پنهنجو بنايائين. هيءُ جهان سندن عشق ۾ مبتلا آهي. بزرگ رومي رحمة الله عليه حقيقي عشق اپنائڻ جي تلقين ڪري ٿو ۽ مجازي عشق کان پرهيز جي هدايت ڪري ٿو. جيڪڏهن معشوق حقيقت ۾ صورت آهي تہ مرڻ کانپوءِ بہ تہ اها صورت باقي آهي. هاڻي اُن سان عشق ڇونہ آهي! اهو صورت جي معشوق نہ هجڻ جو پهريون دليل آهي.

صورت جي معشوق نہ هجڻ جو ٻيو دليل هي آهي تہ صورت جنهن جو حواسن سان ادراڪ ٿيندو آهي، جيڪڏهن اهائي معشوق آهي تہ جانورن کي بہ اُن سان عشق هجڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ صورت کي تہ اهي بہ ڏسن ٿا. صورت جي معشوق نہ هجڻ جو ٽيون دليل هي آهي تہ معشوق جي وفا سان عشق ۾ اضافو ٿئي ٿو حالانڪ صورت اها

ئي آهي. انهيءَ ڪري معلوم ٿيو تہ عشق جو تعلق صورت سان نہ آهي. اصل جمال جمالِ حق آهي ۽ ممڪنات تي اُن جو پرتو آهي، انهيءَ ڪري ان سان عشق جو تعلق آهي. جڏهن اهو حال آهي تہ پوءِ عشق اصل ئي ڪرڻ گهرجي. ڪي ماڻهو مجازي معشوق کي معشوق حقيقي جو مظهر قرار ڏيئي ڪري اُن سان عشق ڪندا آهن ۽ پنهنجو پاڻ کي صورت پرستن کان افضل سمجهندا آهن. اهي تہ خالي انهن جي عقل جون اٽڪلون آهن ۽ اها انهن جي ملمع سازي آهي. عقلي دليلن جي زور سان حقيقت ڪونہ بدلبي آهي. حسين معشوق بہ پيريءَ ۾ پوڙهي ڳڌه جهڙو نظر اچڻ لڳندو آهي. الله تعاليٰ پنهنجي جمال کي انسان کان واپس وٺندو آهي ۽ سر سبز شيءِ نيٺ سُڪي ويندي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَمَنْ نُعَمِّرْهُ نُنَكِّسْهُ فِي الْخَلْقِ (ياسين-٦٨) "۽ جنهن کي اسين وڏي عمر ڏيون ٿا اُن کي بناوٽ ۾ اُبتو گهٽايون ٿا." جڏهن انسان جي خودي مِٽجي ويندي آهي تڏهن سيني ممڪنات ۾ اُن کي وجود واحد ئي نظر ايندو آهي. ذاتِ خداوندي کي مجاهدن جي ذريعي سُڃاڻي سگهجي ٿو. تون جنهن کي حقيقت سمجهي عاشق ٿيو آهين اهو بہ محض صورت آهي، ورنہ تنهنجو عشق محض معشوق جي مناسب ۽ موزون عضون جي ڪري آهي. حقيقت جو عشق انسان جي خودي مِٽائي ٿو ۽ صورت پرستيءَ کان بي نياز بڻائي ٿو. چشمِ بصيرت جا انڌا حقيقت کي ڇڏي ڪري مجاز تي فدا آهن. صاحبِ بصيرت کي اصلي مقصود جي پويان وڃڻ گهرجي، فروعات ۾ نہ ڦاسڻ گهرجي. جڏهن مقصود حاصل ٿي ويندو آهي تہ اُن جا لوازم بہ مهيا ٿي ويندا آهن. هڪ شيءِ هڪ جي اعتبار سان مقصود بالذات هوندي آهي، ٻي شيءِ جي اعتبار سان اها اصلي مقصد ڪونہ هوندي آهي. ڳڌه پالڻ جي اعتبار سان مقصود آهي پر ڪمائيءَ جي اعتبار سان اصل مقصد نہ آهي پر ڳڌه مان ڪمائي ڪائڻ اصل مقصد آهي. اصل مقصد سان سروڪار رکڻ گهرجي، چاهي فروع حاصل نہ ٿين. جيڪڏهن پالڻ نہ بہ هجي تہ بہ ڳڌه تي سوار ٿي وڃڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن ڳڌه بہ نہ هجي تہ منزل تائين پيادل ئي هلڻ گهرجي. نفسِ اماره کي قابو رکڻ گهرجي ۽ اُن جي حيلہ جوئي جي ڪري مجاهدن ۽ رياضتن کان لنوائڻ نہ گهرجي. انسان کي لامحالہ پنهنجا فرائض سرانجام ڏيڻا آهن. عمل کان سواءِ ڪو ڦل نٿو ملي. خالي ڳالهين مان ڪجهہ حاصل ڪونہ ٿيندو آهي. جيستائين انسان ۾ طاقت آهي ڪم ڪرڻ گهرجي. انسان جنهن غيبي خزاني جي لالچ ۾ پيو آهي،. ڪمائي ڪري ڪائڻ اُن جي لاءِ ڪڏهن مانع آهي؟ جيڪڏهن مِلڻو آهي تہ اهو بہ خود ملي ويندو. اگر مگر ۾ ڦاسڻ ڪسب، ڪمائي ۽ عمل ۾ رڪاوٽ آهي ۽ اُن مان سواءِ افسوس جي ڪجهہ حاصل نٿو ٿئي. اگر مگر ۾ ڦاسڻ يقين جي منافي آهي ۽ يقين عين ايمان آهي، انهيءَ ڪري اگر مگر ۾ ڦاٿل انسان مومن نہ آهي. حضور عليه السلام فرمايو تہ اِنَّ لَوْ تَفْتَحُ عَمَلَ الشَّيْطَانِ: "اگر مگر جو خيال شيطاني ڪم جو دروازو کولي ٿو." مشڪوڪ ۽ مبهم جملو شڪي انسان ڳالهائيندو آهي. تون اگر مگر جي نقصان کي نٿو سمجهين، هيءَ قصو ٻڌ! شايد تون سمجهين وڃين.

**"اگر مگر" جي شادي ۽ "شڪي" ٻار جي پيدائش**

یک غریبے خانہ می جست از شتاب
دوستے بردش سوئے خانہ خراب

ترجمو: "هڪ مسافر جلديءَ ۾ گهر تلاش ڪري رهيو هو، هڪڙو دوست ڪيس ڪِرِيل گهر وٽ وٺي ويو."

دوست چيو تہ جيڪڏهن ان گهر تي ڇت هجي ها تہ منهنجي پاڙي ۾ تنهنجي رهڻ جي جاءِ هجي ها. تنهنجي ٻارن ٻچن کي بہ آرام ملي ها. جيڪڏهن وچ ۾ ٻيو حجرو هجي ها تہ تنهنجو مهمان اچي ها ۽ آرام ڪري ها. ڪاش، اهو مڪان آباد هجي ها. مسافر دوست چيو تہ اگر مگر جو خيالي مڪان آهي اُن ۾ رهائش نٿي ٿي سگهي. سيئي اها ڳالهہ چاهين ٿا تہ آخرت جي ڪاميابي حاصل ٿئي پر شيطان اُنهن کي گمراهہ ڪري ٿو ۽ اهي حسرت جي باهہ ۾ سڙن

تائين اُن مسافر سان سندس دوست ڪيو. هر انسان نيڪ عمل چاهي ٿو پر شيطان جيڪا ملمع سازي ڪئي، اها نٿو سُڃاڻي سگهي. شيطان برن عملن کي سينگاري ڏيکاري ٿو. جيڪڏهن ڪو اهڙو صاحبِ باطن هجي جو خود اُن جي فريب کي سمجهي سگهي ته امتياز ڪري عمل ڪري ورنه پنهنجو پاڻ کي ڪنهن عارف ڪامل جي حوالي ڪري تان ته اهو شيطاني ۽ رحماني عمل ۾ امتياز ڪري ڇڏي. بري ڀلي ۾ تميز ڪرڻ وارو نور فراست پاڻ اندر هجڻ گهرجي. انسان جي پنهنجي اندروني جذبات ۾ جيڪا مال و جاه ۽ آبرو جي خواهش آهي اها غول ۽ ڀوت جي آواز وانگر آهي.

آسمان جي اوڀرندي ڪناري تي پهريان سفيدي ايندي آهي، اُن کي صبح ڪاذب چئبو آهي. هن ڪري ته ان ڪانپوءِ اوندهه ٿيندي آهي. اُن اوندهه ۽ تاريڪيءَ ڪانپوءِ ايندڙ روشنيءَ کي صبح صادق چيو ويندو آهي. جيڪو حقيقت ۾ صبح آهي. مطلب ته پاڻ ۾ اصل کي عارضي شيءِ کان جدا ڪرڻ جي استعداد پيدا ڪر. انسان جي اک ۾ ست پردا آهن، جن کي بزرگ رومي هفت رنگ چئي ٿو. صبر ۽ استقلال دل جي اک کولي ڇڏيندو. جڏهن قلب جي اک کلي ويندي ته اصل حقيقت واضح ٿي ويندي. فقط موتين کي ڏسڻ ٺي نه آهي پر تون اهڙو سمنڊ بنجي وينديں جنهن ۾ موتي پيدا ٿين ٿا ۽ پوءِ تون عالمِ بالا جو سير ڪرڻ لڳندين. الله تعاليٰ کي اُن جي مصنوعات ۽ مخلوقات ۾ ڏسي سگهجي ٿو. مصنوع مان صانع جي وجود تي استدلال ڪيو ويندو آهي. الله تعاليٰ جي صفت اُن جي لاءِ پرده پوش آهي، سو هاڻي اُن کي ڪارگاهه عالم ۾ ئي ڏسي سگهجي ٿو. ڪارِيگر ڪارخاني ۾ هوندو آهي اُنکي ٻاهر تلاش ڪرڻ بي وقوفي آهي. پنهنجي وجود ۽ هستيءَ کي فنا ڪرڻ ڪانپوءِ ئي وجود واحد جو مُشاهدو ٿي سگهي ٿو. هستيءَ کي ختم ڪري مشاهده حق ڪرڻ جو مقام آهي. جيستائين انسان پنهنجي هستيءَ جو قائل آهي اهو مُشاهدي کان محروم آهي. فرعون پنهنجي هستيءَ ڏانهن متوجه هو، انهيءَ ڪري اهو ڪارگاهِ عالم کان انڌو هو. هيءُ مقدر ٿي چڪو هو ته موسيٰ عليه السلام اُن جي سلطنت کي ڏانوان ڏول ڪندو. فرعون بني اسرائيل جي نون ڄاول ٻارن کي قتل ڪرائي ڇڏيندو هو. فرعون کي اُن جي هڪ خواب جي تعبير ۾ ٻڌايو ويو هو ته بني اسرائيل جو ڪو ڇوڪرو سندس سلطنت جي زوال جو سبب بنبو. قضاءِ الاهي کان بچڻ جي لاءِ بني اسرائيل جي ٻارن کي فرعون قتل ڪرائيندو هو پر حضرت موسيٰ عليه السلام جي پرورش فرعون جي گهر ۾ ٿي رهي هئي ۽ ٻاهر اُن جي قتلِ عام جي بازار گرم هئي. جيڪو انسان تن پروري ڪري رهيو آهي ۽ ٻين تي دشمنيءَ جو گمان ڪري رهيو آهي اُن جو مثال فرعون جهڙو آهي، جيڪو اصل دشمن حضرت موسيٰ عليه السلام کي پالي رهيو هو ۽ بي قصور ٻارن کي قتل ڪرائي رهيو هو. تن پروري روح جي موت جو سبب آهي ۽ اصل دشمن انسان جو بدن آهي. نفس جسم جي گهر ۾ ناز سان پلجي رهيو آهي ۽ ٻين تي ڪيني سان هٿ چُٻاڙي رهيو آهي.

**اُن شخص تي ماڻهن جي لعنت ملامت جنهن ماءُ کي تهمت هڻي قتل ڪري ڇڏيو:**

آں یکے از خشم مادر را بکشت
ہم بزخم خنجر و ہم زخم مست

ترجمو: ”هڪ شخص ڪاوڙ ۾ خنجر جا وار ڪري ۽ مُڪون هڻي ماءُ کي ماري ڇڏيو.“

هن حڪايت جي منشا هيءَ آهي ته برائيءَ کي بنياد کان ختم ڪرڻ گهرجي. نفس اماره ئي سڀني برائين جي پاڙ آهي. هڪڙي شخص قاتل کي چيو: توکي امڙ جو حق ياد نه آيو! تو ماءُ کي ڇو ماريو؟ ڪهڙو اُن جو قصور هو؟ همراه جواب ڏنو ته اها هڪ اجنبيءَ سان ملوث هئي. هاڻي قبر جي مٽي ان لاءِ پرده پوش آهي. اُن پڇڻ واري چيو ته جنهن سان اها متهم هئي ان کي مارين ها؟ همراه جواب ڏنو ته اڄ جنهن سان متهم آهي اُن کي قتل ڪريان، سڀاڻي

ڪنهن ٻئي سان متهم ٿئي ته اُن کي قتل ڪريان... مون هڪڙي ماءُ کي ماريو، ٻين ماڻهن جي خون کان ڇُٽي پيس.
اي انسان! اهو بدعادت تنهنجو نفس آهي. انسان جون سڀئي برايون نفسِ اماره جي ڪري آهن. هن نفس جي ڪري توتي دنيا تنگ آهي. نفس جي ڪري هڪ ٻئي سان دشمني ڪري ٿو ۽ پوءِ اُن کي معذرت به ڪرڻي پوي ٿي. جڏهن دشمني ختم ٿي ويندي ته پوءِ معذرت جي ضرورت ڪونه رهندي. هيءُ ان اعتراض جو جواب آهي ته انبيائن ۽ الله وارن ته پنهنجي نفسِ اماره کي ماري ڇڏيو هو پوءِ انهن سان دشمن حسد ڇو ڪيو؟ جواب جو خلاصو هيءُ آهي ته انبيائن ۽ عارفن جا دشمن اصل ۾ انهن جا دشمن نه پر پنهنجا دشمن هئا ڇاڪاڻ ته دشمني سان خود انهن کي نقصان پهتو. مخالفن جو روح تباهه ٿيو. چمڙو خود ئي سج جي نور کان محروم آهي، ان جي نور ۾ ڪو ٻيو خلل انداز نه آهي. دشمن ته اهو آهي جنهن جي دشمنيءَ سان نفعي جو نقصان ٿئي. پنهنجي زماني جي يڪتا ماڻهن سان دشمنن جي دشمني انهن جي اک جو حجاب نٿي بڻجي سگهي پر دشمن خود پنهنجو پاڻکي انڌو ۽ ٻوڙو بڻائن ٿا.

هندستان جو هڪ غلام پنهنجي مالڪ سان دشمني ۽ ڪينو رکندو هو. ڪيني جي ڪري پاڻ کي ٻِڌ تان ڪيرايائين ته جيئن مالڪ کي نقصان پهچي. آقا کي ڪهڙو نقصان پهتو؟ دشمني ۾ هُن خود پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪيو. ان طريقي سان نه عقل جي تڪميل ٿيندي ۽ نه ساهه جي باليدگي ٿيندي. ڏوهيءَ کي ڪپڙا سڪائڻ جي لاءِ سج جي ضرورت آهي، مڇيءَ کي پنهنجي زندگي جي لاءِ پاڻي جي ضرورت آهي. ڪو عيب آهي ته ان ۾ اضافو نه ڪرڻ گهرجي. انبيائن ۽ عارفن جا دشمن جاهل هئا. دشمني جي ڪري وڏيڪ پنهنجو پاڻ کي تباهه ڪيائون. اڳهاڙن پيرن سان هلڻ مصيبت آهي. پٿرن واري زمين ۾ هلڻ سان وڌيڪ پير ڦٽبا، اهڙي مصيبت ۾ اضافو نه ڪرڻ گهرجي. حسد جو بنياد ٻئي جي مال ۽ مرتبي جي زيادتي آهي. حاسد جو مال ته گهٽ ئي ٿيندو آهي. حسد جي ڪري اجا مصيبت ۾ اضافو ڪري ٿو. شيطان حضرت آدم عليه السلام تي حسد ڪري سوين مصيبتن ۾ پنهنجو پاڻ کي ڦاسايو. حسد جي ڪري بلندي نه ملي پر پاڻ کي تباهه ڪيائين. حضور صلي الله عليه وسلم جي چاچي عمرو بن هشام کي ابوالحڪم چيو ويندو هو. سيني جا فيصلا ڪندو هو. حسد ۾ مبتلا ٿيو ته ابوجهل يعني نادان جو لقب پيس. نيڪ خصلت هجڻ سڀ کان وڏي خوبي آهي. الله تعاليٰ پنهنجي ۽ ٻانهن جي وچ ۾ انبيائن کي واسطو ان لاءِ بڻايو آهي تان ته حاسدن جو مخلصن کان امتياز ٿي وڃي. خدمت گذاري ۽ خوش خلقي ڪم جون شيون آهن. جيڪڏهن الله تعاليٰ رسولن جو واسطو نه بڻائي ها ته حاسدن جو حسد ظاهر نه ٿئي ها، الله تعاليٰ کي ڪوبه پنهنجي برابر جو تصور ڪري حسد نه ڪري ها. انسان جي حسد جو بنياد اهو ئي آهي ته اهو ٻين کي پنهنجي برابر سمجهندو آهي، پوءِ ان وڏائي تي حسد ڪندو آهي. رسولن جو سلسلو ختم ٿيڻ سان حاسدن جي حسد جي، اظهار جو موقعو ختم نه ٿيو آهي. هاڻي ڪامل عارفن جي ذاتِ به حاسدن کي پرکڻ جي ڪسوٽي آهي. قطب الاقطاب جيڪو سڀني عوام تي فرمان روا هوندو آهي ۽ بقاءِ عالم ان جي بقا سان آهي. سُنين عادتن وارا اُن جي تابعداري ڪري نِجات حاصل ڪندا. بدمزاج محروم رهندا. شيعه حضرات ٻارهين امام محمد مهدي کي زنده قائم مڃين ٿا: جيئن ته انهن وٽ امام صرف اهل بيت مان ئي ٿي سگهي ٿو. بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته امام جي لاءِ نسلي ڪا خصوصيت نه آهي. هر دور جو قطب الاقطاب امام حي ۽ قيوم آهي. مهدي به اهوئي آهي ۽ هادي به اهو ئي آهي. ان جون اهي خوبيون مخفي هونديون آهن ۽ اهو ماڻهن جي نگاهن جي اڳيان هوندو آهي. شيعن جي عقيدي مطابق اهو ماڻهن جي نگاهن کان لڪل آهي، ان جو عقل اُن جي لاءِ من جانب ا' پيغام رسان آهي، ٻيا عارف اُن جي ئي نور سان فيض پهچائين ٿا. قطب الاقطاب نور آهي ۽ جيڪي عارف ان مان مستفيد آهن اهي بمنزله قنديل جي آهن. بزرگ جيڪي انهن عارفن کان منور آهن، انهن جو مثال جاري وانگر آهي جيڪو قنديل ۽ ڏيئي سان منور آهي. ڪامل عارفن جا مختلف طبقا آهن جيڪي قطب الاقطاب تي ختم ٿين ٿا. آخري صف وارا زياده تجلي جا متحمل نٿا ٿي سگهن. اها نور جي تجلي صف اول وارن لاءِ باعثِ حيات آهي. ٻئين ۽ ٽئين درجي

جا الله وارا به مجاهدن/مراقبن جي ذريعي ترقي ڪري ۽ حجابات طئي ڪري عارف ڪامل بنجي ويندا آهن. جهڙي طرح محسوسات ۾ هر باهه کي هر شيءِ برداشت نٿي ڪري سگهي، اهڙي طرح هر تجلي جو هر شخص متحمل نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن اها گرمائش جيڪا لوهه جي لاءِ مفيد آهي سبزي تي وڌي وڃي ته سبزي سڙي خاڪ ٿي ويندي. جيڪا گرمائش لوهه جي لاءِ درڪار آهي اها لوهه جي لاءِ ئي لطيف آهي. اهو درويش جيڪو مجاهدن ۽ رياضتن جي بنيءَ ۾ پچي ٿو اُن جي حالت لوهه جهڙي آهي. اهي اِن باهه کي سڌو سنئون بدن تي برداشت ڪري ويندا آهن. ڪاڏو جڏهن "تئي" جي واسطي سان باهه تي پچندو تڏهن اُن کي ماني چيو ويندو آهي. گرم هوا سان وڻ وغيره نشونما حاصل ڪن ٿا. عارف ڪامل براه راست ڪسبِ فيض ڪندو آهي. قطب الاقطاب عالم جي لاءِ بمنزله دل جي آهي. جسم جا سڀ ڪمالات دل جي ڪري آهن. خدا جو منظور نظر قطب الاقطاب هوندو آهي. قطب الاقطاب ٻين ولين کي فيض پهچائيندو آهي. الله وارن جي مرتبن جي وضاحت لاءِ مفصل ڪلام درڪار آهي، جنهن جو مال وحدت الوجود جو مسئلو آهي جيڪو عوام جي سمجهه کان بالاتر آهي. آئون ڊڄان ٿو ته ان مسئلي جي وڌيڪ وضاحت نيڪي برباد ۽ گناهه لازم جي مصداق نه ٿي وڃي. عوام جي ذهن مطابق عوام سان ڳالهه ڪرڻ گهرجي. باريڪ مسئلا اُنهن جي اڳيان بيان ڪرڻ مناسب نه آهي. فقير دروازي تان ڪجهه خيرات گهرندو ته ڪجهه نه ڪجهه ملي ويندس. گهر ۾ گهڙندو ته اها عادت خراب آهي.

**ٻن نَون خريد ڪيل غلامن کان بادشاهه جو امتحان وٺڻ**

اڳ ۾ بزرگ فرمايو هو ته هر شخص جي مناسب حال ڳالهه ڪرڻ گهرجي، ان جي ضمن ۾ هيءَ حڪايت آهي.

بادشاہے دو غلام ارزاں خرید

تا یکے زاں دو سخن گفت و شنید

ترجمو: "هڪ بادشاهه ٻه غلام خريد ڪيا، ٻنهين کي ساڳئي ڳالهه چيائين ۽ ٻُڌائين."

سستي شيءِ خريد ڪرڻ وقت وڌيڪ پرک ڪونه ڪئي ويندي آهي، انهيءَ ڪري بادشاهه غلامن کي خريد ڪرڻ کانپوءِ آزمايو. هڪڙي غلام تمام سُٺو ۽ مِٺو ڳالهايو. عربي جو مشهور محاورو آهي ته اَلْمَرْءُ مَخْبُوْءٌ تَحْتَ لِسَانِهٖ "ماڻهو پنهنجي زبان هيٺ لِڪل هوندو آهي." جڏهن ڳالهائيندو آهي تڏهن زبان جو پردو هٽي ويندو آهي. انسان ۾ سُٺيون ۽ بريون ٻئي خصلتون هونديون آهن. عام طور تي سُٺن ۾ به ڪونه ڪو عيب هوندو آهي. اهو غلام برجسته اهڙي ڳالهه چوندو هو جو ٻيو سوين دفعا به اهڙي ڳالهه سوچي نه ڪري سگهندو هو. بزرگ رومي رحمه الله اڳ ۾ فرمايو ته اُن غلام جي ڳالهين سان حق ۽ باطل ۾ امتياز ٿي ويندو هو، ان تي هي شبهو ٿيو ته اها صفت ته قرآن ۾ به نه آهي، ورنه دنيا ۾ ڪوبه گمراهه نه رهي ها. بزرگ رومي رحمه الله ان شبهي جو جواب هيءُ ڏنو آهي ته بيشڪ قرآن ۾ پنهنجي جاءِ تي اهائي خوبي آهي پر ڏسڻ واري جي اک جي نيڙاڻ ان ۾ آڏي اچي ويندي آهي. "فرقان" ڪلامِ الله جو هڪ نالو آهي، ڇاڪاڻ ته قرآن پاڪ حق ۽ باطل ۾ امتياز پيدا ڪندو آهي. جيڪو شبهو انسان کي پوي ٿو اُن جو جواب خود قرآن ۾ ملي ويندو آهي. ٻاڏي کي صحيح حقيقت نظر ڪونه ايندي آهي. ان ڳالهه جو جواب اهوئي آهي ته تون پنهنجي نظر کي صحيح ڪر، ته قرآن جي فرقانيت واضح ٿي ويندي. صحيح فڪر خدا جي ڏات آهي. ڪنهن شبهي جو حقيقي جواب صحيح فڪر سان حاصل ٿيندو آهي، ٻين جي جواب ٻڌڻ سان حاصل ڪونه ٿيندو آهي.

ٻُڌل ڳالهه ۽ صحيح فڪر سان حاصل ٿيل ڳالهه ۾ اها ئي نسبت آهي جيڪا دلال ۽ محبوبه ۾ آهي. صاحب حال ڪنهن به ڪيفيت ۾ خود مبتلا هوندو آهي، صاحبِ قال اها ڪيفيت ماڻهن کان ٻُڌندو آهي. ڪنهن بري ڳالهه جي نتيجي کي ٻڌي ڪري انسان اُن کان پرهيز ڪندو آهي، جنهن ۾ اهو ممڪن هوندو آهي ته ان برائي کي وري ڪري

وهندو پر انجام بد ۾ قاسي ڪري اهڙي نصيحت حاصل ٿيندي آهي جو ان برائي جو ارتڪاب ممڪن ڪونہ رهندو آهي. باهہ ٻارڻ جي جيڪڏهن ڪو پروسي جو ڳوٺ مخبر خبر ڏي تہ اُن سان جيڪو يقين باهہ جي ٻارڻ تي حاصل ٿيو اهو علم اليقين آهي. ڪنهن کي باهہ ۾ سڙندي ڏسي ڪري جيڪو اُن جي ساڙڻ تي يقين حاصل ٿيو اهو عين اليقين آهي. خود پنهنجو هٿ سڙڻ سان جيڪو باهہ جي ساڙڻ تي يقين حاصل ٿيو اهو حق اليقين آهي. ڪن کي جيڪڏهن ڪمال حاصل ٿي ويندو آهي تہ اهو بہ اڪ جو ڪم ڪرڻ لڳندو آهي ۽ ٻُڌڻ بہ ڏسڻ جي جاءِ والاري وٺندو آهي. ان ڳالهہ جي پڇاڙي نہ آهي. واپس موٽ، ڏس تہ بادشاهہ پنهنجي غلام سان ڇا ڪيو؟

**بادشاهہ جو ٻن غلامن مان هڪ کي روانو ڪري ۽ ٻئي کان حالات دريافت ڪرڻ:**

آں غلامک را چو دید اہلِ ذکا
آں دگر را کرد اشارت کہ بیا

ترجمو: ”جڏهن بادشاهہ اُن پياري ذهين غلام کي سمجهيو تہ ٻئي کي اشارو ڪري چيو: هلي آ.“

جڏهن ٻيو غلام بادشاهہ جي اڳيان آيو. وات خراب ۽ ڏند ڪارا هئس. بادشاهہ ان جي وات جي بدبوءِ مان ناخوش ٿيو. بادشاهہ ڪيس چيو تہ پري ٿي ويهہ، پر ايترو پري نہ ٿي جو ڳالهہ ئي نہ ٻڌي سگهان. جيئن تہ تنهنجو وات خراب آهي انهيءَ ڪري تون هم مجلس نہ ٿيڻ پر توکان خط پٽ جو ڪم ورتو ويندو. جهڙي طرح هڪ منگهڻ جي ڪري گودڙي ساڙڻ بي وقوفي آهي، اهڙي طرح محض وات خراب هجڻ جي ڪري توکان جدائي مناسب نہ آهي. جيئن تہ راز معلوم ڪرڻو هو انهيءَ ڪري اهڙي قسم جي گفتگو شروع ڪيائين. پوءِ بادشاهہ ذهين غلام کي وهنجي اچڻ جي بهاني روانو ڪري. ٻئي غلام کي چيو تہ تون ڪيترو نہ سمجهدار آهين؟ تون تہ سؤ غلامن جي برابر آهين. تون اهڙو نہ آهين جهڙو تنهنجي ساٿيءَ ظاهر ڪيو آهي. هُن حاسد تنهنجي باري ۾ الائي ڇا ڇا پئي چيو. هو چوي پيو: تون چور آهين، بدڪار آهين. ڍيٺو ۽ نامراد آهين. ان تي بدصورت غلام جواب ۾ چيو تہ هو سچو ۽ سِڌو ماڻهو آهي، آئون عيبدار آهيان. مونکي هُن جهڙو سچو ماڻهو ڪٿي ڪونہ سُجهي. هو منهنجي باري ۾ جيڪو ڪجهہ چوي ٿو، آءٌ ان کي پاڻ تي تهمت ڪونہ ٿو سمجهان. هو جيڪو ڪجهہ منهنجي باري ۾ چوي ٿو صحيح ٿو چوي. ٿي سگهي ٿو تہ مون کي بدنام ڪرڻ لاءِ ائين ڪري رهيو هجي. خدائي نور باقي رهڻ وارو آهي. ان کي حاصل ڪرڻ گهرجي. جڏهن اهو نور حاصل ٿيندو پوءِ پنهنجا عيب اُن کي ائين صاف نظر ايندا جيئن ٻين جا نظر ايندا آهن. بادشاهہ اُنکي اُڀاري ٻئي غلام جي باري ۾ پڇيو تہ تون بہ ان طرح عيب ٻڌاءِ جيئن هن تنهنجا ٻڌايا آهن. هن غلام اهڙي طرح تعريف ڪئي جيڪا بظاهر عيب جوئي آهي. چيائين تہ ان جو عيب محبت، وفاداري ۽ انسانيت آهي. اُن جي عادت سچائي ذهانت ۽ همدردي آهي ۽ ان ۾ جوانمردي آهي. اهو سخاوت جو انتهائي درجو آهي جو پنهنجي جان بہ ضرورتمند کي ڏيئي ڇڏي.

جيڪڏهن هڪ جان جي بدلي ۾ گهٽيون ابدي جانيون ملي وڃڻ جو يقين هجي تہ جان ڏيڻ ۾ ڪو بہ بخل ڪونہ ڪندو. درياءَ جي ڪناري تي پاڻيءَ ۾ اهو ئي بخل ڪندو جيڪو درياءَ جو پاڻي نہ ڏسي رهيو هجي. حديث شريف ۾ آهي تہ كُلُّ عَمَلِ ابْنِ آدَمَ بِعَشَرَةِ أَمْثَالِهَا ”انسانن کي هر عمل جو بدلو ڏهوڻ تي ملندو.“ شيطان فقر ۽ مسڪينيءَ جي ڊپ کان ديچاري سخاوت کان روڪيندو آهي. انسان بُخل تڏهن ڪندو آهي جڏهن آخرت جي بدلي تي اُن کي يقين نہ هجي. بدلي جو عين اليقين سخاوت جو سبب آهي، باقي هٿ تہ خالي آلہ ڪار آهن. بخل کان اهوئي ڇوٽڪارو حاصل ڪندو جنهن کي بدلو نظر اچي رهيو هجي. انسان ڪنهن وقت ٻين جي تعريف هن لاءِ ڪندو آهي تہ ماڻهو سندس نيڪيءَ جا قائل ٿي وڃن. انهيءَ ڪري آئون اُن کي آزمائيندس، ان قصي ۾ توکي شرمندگي ٿيندي.

## بادشاھ آڏو غلام جو پنهنجي دوست جي سچائي ۽ وفاداري بيان ڪرڻ

گفت نے واللہ باللہ العظیم
مالک الملک و رحمٰن و رحیم

ترجمو: ”اُن غلام چيو ته نه، خدا جو قسم جيڪو بزرگ آهي، سلطنت جو مالڪ آهي ۽ مهربان آهي ۽ رحم وارو آهي.“

آئون جيڪا تعريف ڪري رهيو آهيان سا غلط نه آهي. الله تعاليٰ انبيائن کي موڪلڻ ۾ مجبور ڪونه هو پر انبيائن جي رسالت به اُن جو ڪرم آهي. حديث شريف ۾ آهي ته ازل ۾ الله تعاليٰ سيني روحن کي گڏ ڪري اُنهن تي نور وسايو. جنهن تي اهو نور پيو اهو هدايت وارو ٿيو، جنهن تي اهو نور نه پيو اهو گمراھ ٿيو. حضرت شيث عليه السلام حضرت آدم عليه السلام جو پٽ هو جيڪو آدم عليه السلام کانپوءِ نبي ٿيو ۽ حضرت آدم عليه السلام پنهنجي زندگيءَ ۾ اُن کي پنهنجو جانشين بنايو. حضرت آدم عليه السلام جي وفات کان هڪ سؤ چاليھ سال پوءِ حضرت نوح عليه السلام جي ولادت ٿي. جوان ٿيو ته کيس رسول بنايو ويو. نمرود جو زمانو هو جنهن وقت حضرت ابراهيم عليه السلام ستاويهن سالن جو هو، اُن وقت نمرود حضرت ابراهيم عليه السلام کي باھ ۾ ساڙڻ گهريو هو. حضرت ابراهيم کي خواب ۾ حُڪم ٿيو ته پنهنجي پُٽ اسماعيل عليه السلام جي قرباني ڏي، تنهنڪري حضرت اسماعيل عليه السلام قربان ٿيڻ لاءِ تيار ٿي ويو. حضرت دائود عليه السلام حضرت شمويل عليه السلام ۽ اُن دور جي بادشاھ طالوت کانپوءِ بني اسرائيل ۾ پيدا ٿيو، رسول بنايو ويو ۽ زبور مٿس نازل ٿيو. حضرت دائود عليه السلام جو معجزو اهو هو ته لوھ اُن جي هٿ ۾ ميڻ وانگر نرم ٿي ويندو هو، جنهن مان هو زرهون ٺاهيندو هو. حضرت سليمان عليه السلام حضرت دائود عليه السلام جو پُٽ هو ۽ پنهنجي پيءُ وانگر سلطنت ۽ نبوت جو جامع هو. سندس سلطنت جنن ۽ انسانن تي هئي. حضرت يعقوب عليه السلام پنهنجي پُٽ يوسف عليه السلام جي فراق ۾ ايتري قدر رُنو جو نظر هلي ويس. پوءِ يوسف عليه السلام جي قميص جي خوشبوءَ سان سندس نظر موٽي.

حضرت يوسف عليه السلام حسن ۽ خواب جي تعبير ۾ عديم النظير هو، جنهن جو قرآن پاڪ ۾ ذڪر موجود آهي. نباتات ۾ پاڻي زندگيءَ جو سبب آهي. سُڪل ڪاٺي حضرت موسيٰ عليه السلام جي هٿ جي ڪري زنده ٿي ڪري نانگ بڻي، ته چڻ ان حضرت موسيٰ عليه السلام جي هٿان پاڻي حاصل ڪيو. حضرت موسيٰ عليه السلام جو معجزو فرعون جي سلطنت جي زوال جو سبب بنيو. حضرت جرجيس عليه السلام حضرت عيسيٰ عليه السلام جي حواري جو پٽ ۽ پيغمبر آهي. سندس قوم ڪئين ڀيرا کيس هلاڪ ڪيو پر اهو زنده ٿي ويو ٿي. حضرت زڪريا عليه السلام خدا جو پيغمبر حضرت سليمان عليه السلام جي اولاد مان آهي. قوم کيس ستايو، تڏهن هُن هڪ وڻ ۾ پناھ ورتي، جنهن کي قوم آري سان چيري حضرت زڪريا عليه السلام کي شهيد ڪري ڇڏيو. حضرت يونس عليه السلام نينوا ۾ مبعوث ٿيو. قوم کي سمجهايائين. نيٺ انهن جي نافرمانيءَ کان ناراض ٿي ڪري هن خيال سان ته هاڻي مٿن عذاب نازل ٿيندو، هو، پنهنجي اهل عيال سان گڏ ان ڳوٺ مان نڪري روانو ٿيو. عذاب نازل نه ٿيو ته شرمندگيءَ جي ڪري ڪنهن ٻئي پاسي روانو ٿيو، ان تي الله جو عتاب ٿيو. هو، جنهن ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو اها نه هلي. پوءِ درياءَ ۾ اُڇلايو ويو ۽ مڇيءَ کيس ڳهيو. توبھ ڪيائين. مڇيءَ جي پيٽ مان زنده ٻاهر نڪتو. حضرت يحيٰ عليه السلام مردوس بادشاھ جي دور ۾ مبعوث ٿيو، جنهن کي هڪ عورت سازش جي ذريعي کيس شهيد ڪرايو ۽ سون جي ٿالھ ۾ سندس سر مبارڪ اُن عورت کي پيش ڪيو. حضرت شعيب عليه السلام اهلِ مدين ۽ اصحابِ ايڪ جي لاءِ مبعوث ٿيو، جن تي نافرمانيءَ جي ڪري وڄ ڪري ۽ اهي هلاڪ ۽ تباھ ٿيا.

حضرت ايوب عليه السلام جي طرح طرح سان آزمائش ٿي، مال ۽ اولاد تباھ ٿيو. جسم ڦاٽڻ لڳو پر سندس صبر ۽ شڪر ۾ فرق نه آيو. حضرت الياس عليه السلام بني اسرائيل ۾ نبي بنائي ڪري موڪليو ويو هو پر قوم اُن جو چيو نه مڃيو، پوءِ حضرت اليسع عليه السلام کي قائم مقام بنائي ڪري روپوش ٿي و يو. هن کي ۽ حضرت خضر عليه السلام کي روءِ

زمين تي زنده مجيو وڃي ٿو. حضرت عيسيٰ عليه السلام پڻ آسمان تي زنده آهي. چوٿين آسمان واري ڳالهه عوام ۾ مشهور آهي. شق القمر وارو معجزو حضور صلي الله عليه وسلم کان مڪي ۾ ظاهر ٿيو. حضرت عثمان " جي شادي حضور صلي الله عليه وسلم جي ٻن صاحبزادين حضرت رقيه رضي الله عنها ۽ حضرت ام ڪلثوم رضي الله عنها سان هڪٻئي پٺيان ٿي، انهيءَ ڪري سندس لقب ذي النورين ٿيو. حضرت حسن رضي الله عنه کي زهر ڏنو ويو جنهن سان اُن جي شهادت ٿي. حضرت حسين رضي الله عنه کي دشتِ ڪربلا ۾ شهيد ڪيو ويو. حضرت جنيد رضي الله عنه مشهور بزرگ آهي، تصوف ۾ صاحبِ تصانيف آهي. شريعت ۽ طريقت جو جامع هو. سندس مزار بغداد ۾ آهي. حضرت جنيد رحمة الله عليه کي سيد الطائفه چوندا آهن، حضرت بايزيد کي بسطامي سڏبو آهي. سندس لقب قطبِ العارفين آهي. حضرت معروف ڪرخ جو رهڻ وارو هو (ڪرخ بغداد يا بلخ جو هڪ ڳوٺ آهي) انهي ڪري ڪرخي مشهور ٿيو. جيئن ته حضرت معروف رحمة الله عليه مقامِ ڪرخ ۾ سڄي رات بيداري ۽ گريه زاري ۾ مصروف رهندو هو انهيءَ ڪري ڪيس ڪرخ جو نگهبان به چوندا آهن. حضرت ابراهيم بن ادهم رحمة الله عليه شاهي خاندان مان هو. بلخ جي سلطنت ڇڏي ڪري فقيري اختيار ڪئي هئائين. حضرت امام ابو حنيفه رحمة الله عليه جو شاگرد ۽ جامع شريعت و طريقت هو. حضرت شقيق بلخ جو رهڻ وارو مشهور واپاري هو، پوءِ سڀ ڪجهه خيرات ڪري فقيري اختيار ڪئي هئائين. هو امام ابو يوسف رحمة الله عليه جو شاگرد هو. حضرت فضيل رحمة الله عليه ابتدائي زندگي ۾ چور ۽ ڌاڙيل هو پر نمونو صوفين جو بنائيندو هو. نماز باجماعت جو پابند هو. آخرڪار هدايت مليس ۽ اولياء ڪاملين ۾ شمار ٿيو. حضرت بِشر حاني رحمة الله عليه اگهاڙن پيرن سان هلندو هو. وڏو عالم هو ۽ پوءِ وڏو ولي ٿيو. حضرت بِشر رحمة الله عليه هڪ ڪاغذ تي بسم الله الرحمٰن الرحيم لکيل ڏٺي اُن کي ادب سان ڪنيائين ۽ اُن تي خوشبوءِ لڳايائين. پوءِ هڪ جاري ۾ رکيائين. سندس اهو ادب روحاني عروج جو سبب بڻيو ۽ ڪامل عارفن ۾ شمار ٿيو. حضرت ذي النون مصري رحمة الله عليه مشهور بزرگ آهي. ملامتيه فرقي ۾ سندس شمار آهي. حضرت سري رحمة الله عليه مشهور بزرگ آهي. سندس نالي سان گڏ سقطي به لڳايو ويندو آهي ڇاڪاڻ ته پاڻ ڪباڙ فروش به هو. حضرت معروف ڪرخي رحمة الله عليه جو خليفو ۽ حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه جو مامون آهي. پاڻ کي فنا ڪري ڇڏيو هئائين ۽ پاڻ مان انانيت بلڪل ختم ڪري ڇڏي هئائين. لڪين ڪامل عارف الله کي اهڙا محبوب آهن جو خدا رشڪ جي ڪري انهن کي مخفي رکي ٿو ۽ هن ڳالهه کي گوارا نٿو ڪري ته ٻيا اُنهن کي سڃاڻن. عارفن جي تشبيهه مڇين سان به ڏني ويندي آهي ڇاڪاڻ ته جيئن مڇي پاڻيءَ کان سواءِ زنده نٿي رهي سگهي، اهڙي طرح اهي تقرب الاهي کان سواءِ زنده نٿا رهي سگهن. قبر ۾ روشني نيڪ عملن سان ٿيندي. حيواني روح موت سان فنا ٿي ويندو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته مَنْ جَآءَ بِالْحَسَنَةِ فَلَهٗ عَشْرُ اَمْثَالِهَا ۚ (الانعام-١٦٠) "جنهن هڪ نيڪي آندي اُن لاءِ ڏهوڻ تي اجر آهي." بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته ان شرطيه جملي ۾ مَنْ جَآءَ بِالْحَسَنَةِ جو مطلب محض نيڪي ڪرڻ نه آهي پر نيڪيءَ کي خدا جي دربار ۾ پيش ڪرڻ آهي. تون انسانيت جو جوهر رکين ٿو يا خالي گڏهه آهين، عرض سڀ فنا ٿي ويندا. اصطلاح ۾ اها شيءِ جوهر چورائيندي آهي جيڪا پنهنجي وجود ۾ ڪنهن ٻئي شيءِ جي محتاج نه هجي پر بالذات قائم هجي. عرض اها شيءِ آهي جيڪا خود قائم نه هجي پر پنهنجي وجود ۾ ڪنهن ٻئي شيءِ جي محتاج هجي. جيئن رنگ وغيره آهي. نماز ۽ روزو بظاهر حرڪت ۽ اقوالن جو مجموعو آهي جنهن جو وجود وقتي آهي، زمانه وجود ڪانپوءِ ٻئي زماني ۾ انهن جو وجود نٿو رهي.

عرض هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تي منتقل نٿو ڪري سگهجي. اوگڻن کان پرهيز عرض آهي، ان جي ذريعي بيمارين پري ٿي وڃن ٿيون ۽ انسان ۾ تبديلي اچي وڃي ٿي. صفراوي بيمار پرهيز ڪندو آهي ته وات جي ڪڙاڻ هلي ويندي آهي ۽ مِٺاس پيدا ٿيندي آهي. پوک ڪرڻ عرض آهي. زمين جي مٽي جوهر آهي جيڪا تبديل ٿي ڪري اناج بڻجي ويندي آهي. دوا ڪرڻ عرض آهي، وار جوهر آهن، جنهن ۾ دوا سان واڌارو ٿئي ٿو. نڪاح ڪرڻ عرض آهي جنهن سان ٻار پيدا ٿئي ٿو، جيڪو جوهر آهي. گهوڙي ۽ ڏاچيءَ جي جُفتي ڪرائڻ عرض آهي، انهن جو ڦر جوهر

آهي. باغ جو لڳائڻ عرض آهي باغ جو ڦل جوهر آهي، جيڪو اصل مقصد آهي. ڪيمياگري هڪ عرض آهي. ان مان جيڪو سون ٺهي ٿو اهو جوهر ۽ مقصود آهي. صيقل ڪرڻ يا روات لڳائڻ عرض آهي، ان سان جيڪا شيءِ صاف ٿئي ٿي اها جوهر ۽ مقصود آهي.

بادشاهه جي تقرير جو خلاصو هي آهي تہ انسان جون عبادتون وغيره سڀ عرض آهن جيڪي ناقابلِ انتقال آهن ۽ دربارِ خداوندي ۾ پيش نٿيون ڪري سگهجن پر روح پيش ٿيندو جيڪو جوهر آهي ۽ عبادت وغيره مان اُن جي نشونما مقصد آهي. ٻڪري جوهر آهي ان جو پاچو عرض آهي. ٻڪري جي قرباني تقرب جو سبب بڻبي نہ ڪي پاچي جي قرباني. غلام جي تقرير جو خلاصو هيءُ آهي تہ جيڪڏهن عبادتن کي عرض چئي ڪري ناقابل انتقال چيو ويندو تہ انهن جي اهميت ختم ٿي ويندي ۽ عابدن ۾ مايوسي پيدا ٿيندي ۽ هيءُ چوڻ تہ عبادتون عرض آهن انهن کي دربارِ خداوندي ۾ دنيا کان ڪيئن منتقل ڪري سگهجي ٿو. جڏهن صحيح آهي تہ اهي عرض، عرض ئي رهن پر جيڪڏهن انهن عرضن جي تبديلي بصورت جوهر جي ڪئي وڃي تہ پوءِ انهن جي منتقل ٿيڻ ۾ ڪو عقلي اعتراض نہ آهي ۽ شريعت ٻڌايو آهي تہ انسان جي هر عبادت ۽ عمل هڪ خاص جوهر جي شڪل اختيار ڪندو ۽ دربار خداوندي ۾ پيش ٿيندو. اُٺن جو "اوٺار" ٻيو هوندو آهي ۽ ٻڪرين جو "ٻڪرار" ٻيو هوندو آهي. عرض مختلف جوهرن جي صورت اختيار ڪندو جن جي لاءِ وقت مقرر آهي. اهي اهڙا مثال آهن جن مان معلوم ٿئي ٿو تہ عرض جوهري صورت اختيار ڪندو آهي، ماءُ پيءُ جي هم بستري عرض آهي پر اُن، ٻار جي جوهري صورت اختيار ڪئي. انجنيئر جو ذهني خاڪو عرض آهي جيڪو گهر جي جوهري صورت اختيار ڪري ٿو. صرف انجنيئري ۾ نہ، پر هر ڌنڌي ۾ ڪاريگر هڪ تصور قائم ڪندو آهي جيڪو عرض آهي ۽ پوءِ اهو تصور جوهري صورت اختيار ڪندو آهي. مشهور عربي مقولو آهي تہ اَوَّلُ الْفِكْرِ آخِرُ الْعَمَلِ "پهريان تجويز هوندي آهي پوءِ عمل ٿيندو آهي." جملي اجزاءِ عالم ازل ۾ صور علميہ هئا. پوءِ انهن جو وجود خارج ۾ ٿيو. باغ لڳائڻ جو نقشو ذهني هوندو آهي آخر ۾ عملي صورت وجود ۾ ايندي آهي. تصور جو ابتدائي نقشو عمل جي آخر ۾ وجود ۾ ايندو آهي. شاخ، ٽاريون ۽ پَن اصلي مقصد نہ آهن. مقصد ڦل ۽ ميوو آهي، جيڪو آخر ۾ وجود ۾ اچي ٿو. هڪ حديث قدسي ۾ آهي تہ لَوْلَاكَ لَمَا خَلَقْتُ الْاَفْلَاكَ "اي محمد! جيڪڏهن تنهنجو وجود پيشِ نظر نہ هجي ها تہ آئون جهان کي پيدا نہ ڪريان ها." جهان جي پيدائش مان اصل مقصد حضور صلی الله علیه وسلم جي ذاتِ گرامي آهي، انهيءَ ڪري سيني کان آخر ۾ظهور پذير ٿيا. محدثن وٽ اهو مضمون تہ صحيح آهي پر اها حديث صحيح نہ آهي. عرض جي منتقل هجڻ نہ هجڻ جو اهو بحث بہ عرض کي ئي منتقل ڪرڻ آهي. شروع ۾ تصور هئا، پوءِ بصورت جوهر وجود ۾ آيا. شينهن گدڙ وغيره جي افسانن جو پهريان تصور ڪيو ويندو آهي پوءِ لِکيا ويندا آهن. قرآن مجيد ۾ آهي تہ "بيشڪ انسان تي اهڙو وقت آيو جڏهن اهو ڪجهہ ڪونہ هو." ان مان معلوم ٿيو تہ جهان عدم کانپوءِ وجود ۾ آيو آهي. مثالي صورتون جيڪي عالمِ شهود کان پهريان عالم مِثال ۾ هيون، اهي الله تعالىٰ جي صورت علميہ مان پيدا ٿيون. نوڪر جي چوري هڪ عر ضآهي. اها بصورت زنجير ۽ قيدخاني جي ظهور ۾ ايندي آهي. خدمت ڪرڻ عرض آهي، اها بصورت خِلعت ظاهر ٿئي ٿي، جيڪا جوهر آهي. عرض ۽ جوهر جي اها ئي نسبت آهي جيڪا آني ۽ ڪڪڙ جي آهي. آني مان ڪڪڙ ۽ ڪڪڙ مان آنو ٺهندو رهندو آهي. اهڙي طرح عرض مان جوهر ۽ جوهر مان عرض صادر ٿيندو رهندو آهي، انهيءَ ڪري هي چوڻ تہ عرض ناقابلِ انتقال آهي يا عرض جو جوهر ۾ تبديل ٿيڻ ممڪن نہ آهي، غلط ڳالهہ آهي.

بادشاهه چيو تہ ٺيڪ آهي. اهوئي صحيح تہ عرض جوهر بڻجي ويندو آهي، پوءِ توهان جو ڪو عمل جوهر بڻيو؟ غلام چيو تہ عرض بصورت جوهر دنيا ۾ نمايان نٿو ڪيو وڃي. قدرت کي اهو ئي منظور آهي ورنہ دنيا آزمائش جي جاءِ ڪونہ رهندي. جيڪڏهن عرض بشڪلِ جوهر نمودار ٿي وڃن تہ مومن جا اعمال سٺين صورتن ۾ ۽

ڪافرن جا اعمال برين صورتن ۾ نمايان ٿي وڃن، پوءِ نہ ڪو ڪافر هجي ۽ نہ دين جو مذاق اڏائڻ وارو هجي. پوءِ هي دنيا محشر بنجي وڃي، جنهن ۾ اعمال پنهنجين شڪلين ۾ ظاهر ٿيندا. محشر ۾ سڀ مطيع ۽ فرمانبردار هوندا. بيشڪ، عمل جي جزا پوشيده ۽ لڪل آهي پر اهو عوام لاءِ آهي، باقي خاصانِ خدا جي نظرن جي اڳيان آهي. اميرن جو مثال عوام جهڙو آهي ۽ وزير جو مثال خاصانِ خدا وارو آهي. بادشاهہ عارف ڪامل ۽ خاصان خدا مان هو. تون پنهنجي عمل جي صورت ٻڌاءِ؟ آئون سمجهي ويندس تہ اهو سُٺو آهي يا بُرو آهي. غلام چيو تہ جڏهن توهان جو ڪشف ايتري قدر وڏيل آهي تہ پوءِ مون کان ڇو ٿا پُڇو؟ بادشاهہ چيو تہ سنت الله اها ئي آهي تہ اهو زبان سان چورائيندو آهي ورنہ اُن جي علم ۾ سڀ ڪجهہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اُن جهان ڪي بنايو آهي ۽ پوءِ اُن کي عالمِ تڪليف قرار ڏنو آهي. انسان بيڪار نٿو ويهي سگهي، لامحالہ سُٺو يا برو ڪم ڪري ٿو. انسان کي ڪم تي هن لاءِ مجبور ڪيو ويو آهي تان تہ اُن جي پوشيده نيڪي ۽ بدي وجود ۽ مشاهدي ۾ اچي وڃي. جيڪڏهن توکي اهو تسليم ۽ قبول نہ آهي تہ پوءِ اهو ٻُڌاءِ تہ انساني بدن جو چرخو هر وقت ڇو ٿو گهمي ۽ اُن کي قرار ڇو نہ آهي؟ بيڪاريءَ ۾ انسان جي بي چيني هن ڳالهہ جو دليل آهي تہ هو پنهنجي قلبي تقاضا مطابق ڪم ڪري. دنيا کي عالمِ اسباب بنايائين ۽ هر سبب جو هڪ نتيجو ۽ اثر متعين ڪيائين جيڪو اُن سان وجود ۾ اچي ٿو. اهو سڀ هن لاءِ آهي تہ الله تعاليٰ کي پنهنجي معلومات جو خارجي وجود پيدا ڪرڻو هو. هڪ سبب جي ڪري هڪ مسبب وجود ۾ ايندو آهي. پوءِ اهو مسبب، سبب بنجي ڪري ٻئي مسبب کي موجود ڪندو آهي. پُٽ جي وجود جو پيءُ سبب بنيو ۽ پٽ مسبب ٿيو. اهو پٽ سبب بنيو پوٽي جي وجود جو. ايئن اهو سلسلو نسل در نسل هلي ٿو. غلام ۽ بادشاهہ جي گفتگو ايستائين ٿي تہ بادشاهہ غلام جي عملن جون صورتون ڏسڻ جو ذڪر ڪيو. اُن صورتون ڏِنيون يا نہ ڏنيون اها ڳالهہ ضرورت کان زياده آهي، انهيءَ ڪري اسين ان جو ذڪر مناسب نٿا سمجهون. جيئن تہ بادشاهہ عارف ڪامل هو انهيءَ ڪري اهو بذريعہ ڪشف بہ ڏسي سگهيو ٿي. جڏهن اهو غُلام حمام مان آيو تڏهن ملڪ معظم اُن کي پاڻ ڏانهن سڏيو.

**وري اُن غلام جي حالت پڇڻ:**

گفت صحالک نعیمٌ دائمٌ،
بس لطیفی و ظریف و خوبرو

ترجمو: ”بادشاهہ چيو: خدا ڪري تندرست رهين ۽ تنهنجي لاءِ دائمي نعمت هجي، تون پاڪيزه، خوشي طبع ۽ خوبصورت آهين.“

ٻئي غلام کي بادشاهہ ڪم لاءِ موڪليو، جيڪو غلام وهنجي آيو هو، اُن کي چيائين تہ اي اونده ۾ اُيرندڙ چنڊ! (چنڊ جو حسن رات جي اونداهيءَ ۾ نمايان هوندو آهي، ڏينهن ۾ اُن جو قدر ۽ قيمت نہ آهي). ڪاش تو ۾ اهي ڳالهيون نہ هجن جيڪي هن غلام ٻڌايون آهن. غلام چيو: بادشاهہ سلامت! انهن ڳالهين مان ڪجهہ مون کي ٻڌايو جيڪي اُن بي ايمان منهنجي باري ۾ چيون آهن. بادشاهہ چيو تہ تنهنجي لاءِ چيو اٿس تہ تون منافق آهين. بظاهر دوا، باطن ۾ درد آهين. جڏهن اُن غلام اهي ڳالهيون ٻُڌيون تڏهن جوش ۾ آيو ۽ مُنهن ڳاڙهو ٿي ويس. چوڻ لڳو تہ ڪُتو خود ذليل جانور آهي ۽ اُن جي ڪميٽپ آهي تہ ٻُڪ ۾ نہ کائڻ جي بہ شيءَ کائي ويندو آهي. بادشاهہ غلام جي وات تي هٿ رکيو ۽ چوڻ لڳو تہ آئون تنهنجي ۽ هُن جي فرق کي سمجهي ويس. تنهنجو روح گندو آهي ۽ هن جو وات گندو آهي. حضرت علي ” جو مقولو آهي تہ مَنْ سَكَتَ نَجىٰ وَرَاحَةُ الْاِنْسَانِ فِىْ حِفْظِ اللِّسَانِ ”جيڪو خاموش رهيو بچيو ۽ انسان جي راحت زبان جي نگهداشت ۽ حفاظت ۾ آهي.“ خلاصو هي آهي تہ اصل خوبي باطن جي آهي. حسن صورت معتبر نہ آهي. خوبصورت غُلام جيئن تہ بد سيرت هو انهيءَ ڪري اُن جي ڪا قيمت نہ هئي. صورت جي نہ، پر سيرت جي

قدر داني هجڻ گهرجي. جسم خاڪ ۾ ملي ويندو آهي سُٺا اخلاق دنيا ۾ باقي رهندا آهن. هر انسان ۾ روح آهي پر هر روح پاڪيزه نہ آهي. هر روح ۾ خوبيون نہ آهن، جنهن ۾ خوبيون هجن اُن کي پسند ڪريو. جسم جي وڏائي ۾ خوبي ڪا شيءِ نہ آهي ورنہ جبل ۾ پهاڙ لعل ۽ موتي کان افضل هجن ها. انسان جو باقي بدن ان جي اکين کان سؤ حصا وڏو آهي پر شرافت اکين کي حاصل آهي. فڪر ۽ خيال بہ هڪ معنوي شيءِ آهي جيڪو سؤ جهانن کي زير و زبر (هيٺ مٿي) ڪري ڇڏيندو آهي. هڪ بادشاهي ارادي سان سوين ملڪ تباهہ ٿي ويندا آهن. بادشاهہ جوهڪ جسم سپاهين جي هزارين جسمن تي محض پنهنجي باطني خوبين جي ڪري حڪمران آهي. پوءِ اهوئي حڪمران جو جسم اُن جي خيال ۽ فڪر جو فرمانبردار آهي. مطلب تہ فضيلت جو مدار معنيٰ ۽ باطن تي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ ”الله تعاليٰ جڏهن ڪنهن قوم کي تباهہ ڪرڻ جو ارادو ڪندو آهي تہ اها فوراً تباهہ ٿي ويندي آهي.“ تون غور ڪندين تہ سڄي ڪائنات الله تعاليٰ جي ارادي سان قائم آهي ۽ سڀني شين جي بقا الله تعاليٰ جي ارادي سان وابستہ آهي، جهڙي طرح مڇيءَ جي زندگي درياءَ سان وابستہ آهي. جڏهن ايترن مثالن سان هيءُ سمجهايو ويو تہ اصل خوبي باطن جي آهي نہ ڪ ظاهر جي، تہ پوءِ جسم کي حضرت سليمان عليه السلام جهڙو ۽ فڪر ۽ خيال کي ماڪوڙيءَ جهڙو سمجهڻ حماقت ۽ بي وقوفي آهي. جسم جي وڏائي جي ڪري جبل جي عظمت جو خيال حماقت آهي. ارادي کي ٻڪري ۽ جبل کي بگهڙ سمجهڻ غلطي آهي. تون جسمن کان ڊڄين ٿو، بجلي ۽ وڄ جي تباهيءَ کان خوف زده آهين، فڪر ۽ خيال سان جيڪي تباهيون اچن ٿيون انهن کان بي خبر ۽ مطمئن آهين! تون تصوير آهين جيڪا عقل کان ڪوري ۽ خالي هوندي آهي. انسان جي فضيلت عقل ۽ خِرد ۽ فڪر جي ڪري آهي جيڪو حق جي معرفت پيدا ڪندو آهي. تو غير مقصود کي مقصود ۽ مقصود کي غير مقصود بنائي رکيو آهي. انسان غير مقصود کي مقصود هن ڪري بنائيندو آهي ڇو تہ هو حقيقت ڪري پوري ڇنڊڇاڻ سان ڏسڻ کان محروم هوندو آهي. هڪ وقت اهڙو ايندو جڏهن صحيح حقيقت سامهون اچي ويندي. غائبانہ نظر حقيقت کي بزرگ رومي رحمة الله عليه باهہ جي مثال سان سمجهائي ٿو تہ باهہ هڪ لطيف عنصر آهي جيڪا نظرن کان غائب آهي، نظر تڏهن اچي ٿي جڏهن اها ڪنهن ڪثيف جسم ۾ لڳي وڃي ٿي. باهہ جهنگ کي ايتري قدر تباهہ ڪندي آهي جو هزارين ڪات ۽ ڪهاڙا بہ اُن کي ايترو تباهہ نٿا ڪري سگهن. اراده الاهي جيڪو نظرن کان مخفي آهي، ان جا تاثيرات بہ هڪ ڏينهن ظاهر ٿيندا. اراده الاهيءَ سان قيامت جي ڏينهن وڏي کان وڏو وجود حقير ۽ لاشيءِ ٿي ويندو. انسان الله تعاليٰ جي غيبي ارادي کان غافل آهي. هيٺ ايندڙ قصي جي ضمن ۾ بہ ان ڳالهہ کي واضح ڪيو ويو آهي تہ پيو غلام بادشاهہ جي فڪر ۽ ارادي کان غافل هو. حسد جو بہ اهوئي سبب هوندو آهي.

**غلامن جو مخصوص غلام سان حسد ڪرڻ**

پادشاهی بندهٔ را از کرم
برگزیده بود بر جمله حشم

**ترجمو:** ”بادشاهہ ڪرم ڪري هڪ غلام کي سڀني غلامن مان پسند ڪيو هو.“

ان جو پگهار 40 سردارن جي پگهار برابر هو. سؤ وزيرن بہ ان جي مرتبي جي ڏهين حصي جو مزو نہ ماڻيو هو، اهو ڀاڳوند غلام اياز ۽ بادشاهہ محمود غزنوي هو. سلطان محمود غزنوي جي محبوب غلام جو نالو اياز هو. ٻنهيءَ جو پاڻ ۾ تعلق ضرب المثل ۽ مشهور آهي. سلطان محمود جي وفات 431 هہ ۾ ٿي ۽ غزنيءَ ۾ دفن ٿيو. بادشاهہ جو روح غلام جي روح سان مليل هو. اهميت انهن ڳالهين جي آهي جيڪي جسم عنصري کان اڳ پيش آيون. عارف اهو آهي جنهن کي معرفتِ خداوندي حاصل ٿي وئي آهي. جيڪو مقدر ۾ لکيل آهي اهو ئي سامهون ايندو. تدبيرون سڀ

بيڪار آهن. جڏهن هيءُ ثابت ٿي ويو ته تقدير تدبير تي غالب آهي ته معاملو تقدير جي حوالي ڪرڻ گهرجي. جڏهن خدا سان دوستي جي دعويٰ آهي ته ان جي شريعت تي عمل ڪرڻ گهرجي ۽ ان جي لاءِ مخلصانه عمل ڪرڻ گهرجي. نفس اماره جا ڪم الله جي مرضي مطابق نه آهن. قيامت جي ڏينهن شيطاني ڪمن کان عليحدگي بي معنيٰ ڳالهه ٿيندي. تقدير جي خلاف عاقلن جون تدبيرون بلڪل بيڪار آهن. تقدير الاهي طوفان آهي ۽ تدبير ڪَکَ وانگر آهي. اعتراض جو خلاصو هيءُ آهي ته جڏهن تقدير جي مقابلي ۾ تدبير بيڪار آهي ته خدا جو عالمِ تدبير کي پيدا ڪرڻ بي فائدو آهي؟ ان جو الزامي جواب هي آهي ته تنهنجي اِن اعتراض ۾ ڪو فائدو آهي يا نه؟ جيڪڏهن بي فائده آهي ته بي فائده سوال جي جواب جي ضرورت نه آهي ۽ جيڪڏهن تنهنجو سوال مفيد آهي ۽ بيڪار نه آهي ته الله جو عالمِ تدبير کي پيدا ڪرڻ ڪيئن بي فائدو ٿي سگهي ٿو؟ جڏهن هڪ انسان جو فعلِ بيڪار نه آهي ته حڪيم ۽ عليم جو فعل ڪيئن بيڪار ٿي سگهي ٿو؟ هر شيءِ جو هر حيثيت سان مفيد هجڻ ضروري نه آهي. جيڪڏهن عالمِ تدبير به مقابله تقدير بي فائده آهي ته ان ۾ ٻي حيثيت سان گهڻا فائدا آهن. هيءُ به ضروري نه آهي ته هر شيءِ هر شخص جي لاءِ مفيد هجي. هڪ شيءِ هڪ جي لاءِ بيڪار آهي ته ٻئي جي لاءِ مفيد آهي. حضرت يوسف عليه السلام جي حسن جي افاديت سين جي لاءِ هئي پر ٻائرن جي لاءِ نه هئي.

حضرت دائود عليه السلام جو نغمو پکين جي لاءِ مفيد هو پر ڪافرن جي لاءِ مفيد نه هو. درياءِ نيل جو پاڻي مخلوق خدا جي لاءِ مفيد هو پر فرعون لاءِ مهلڪ (هلاڪ ڪندڙ) بڻيو. شهادت مومن لاءِ مفيد آهي ڪافر لاءِ مضر آهي. دنيا جي هر نعمت جو اهوئي حال آهي ته ڪن انسانن جي لاءِ اها مفيد آهي ۽ محروم انسانن لاءِ مفيد نه آهي. الله تعاليٰ هر نعمت هر هڪ جي لاءِ پيدا ڪونه فرمائي آهي. شڪر انسانن جي لاءِ نعمت ۽ غذا آهي، حيوانن لاءِ نه آهي. ڪي اصلي غذا کي ڇڏي ٻي غذا جا عادي ٿي ويندا آهن ۽ اهي اصل غذا حاصل ڪرڻ لڳندا آهن. ڪي ماڻهو بيماريءَ جي حالت ۾ مٽيءَ کي غذا بڻائيندا آهن ۽ اُن کي پنهنجي غذا سمجهن ٿا. اصلي غذا ماکيءَ وانگر مفيد هوندي آهي ۽ بيماريءَ جي ڪري جنهن شيءِ کي اُن غذا سمجهيو آهي اها اُن جي لاءِ نقصانڪار ۽ زهر هوندي آهي جيڪا اُن کي ٿُلهو ڪرڻ جي بجاءِ ڪانيءَ جهڙو سُڪل بڻائيندي آهي. اهي غذائون مِٽيءَ ۽ پاڻيءَ جي پيداوار آهن ۽ روح ۾ ڪمزوريءَ جون علامتون پيدا ڪنديون آهن. آسماني غذا الله تعاليٰ جي مخصوص ٻانهن جي غذا آهي جنهن جي کائڻ جي لاءِ عالمِ ناسوت جي وسيلن ۽ ذريعن جي ضرورت نه آهي. قرآن پاڪ ۾ شهيدن جي لاءِ فرمايو ويو آهي ته ﴿بَلْ اَحْيَآءٌ عِنْدَ رَبِّهِمْ يُرْزَقُوْنَ﴾ (آل عمران-١٦٩) "پر اهي پنهنجي خدا وٽ زنده آهن جن کي کاڌو ۽ غذا ڏني وڃي ٿي. جنت جي اها غذا مادي ذريعن ۽ وسيلن کان سواءِ کاڌي ويندي آهي، جهڙي طرح دنيادارن ۽ اهل الله جي غذا ۾ ۽ دنيا ۽ آخرت جي غذا ۾ فرق آهي، اهڙي طرح انسان جي مختلف عضون جون مختلف غذائون آهن. دل جي غذا دوست جي ملاقات ۽ حصولِ علم آهي. چشمِ بصيرت جي غذا انسان جا باطني اوصاف آهن. هر شيءِ ٻي شيءِ سان ملي ڪري ڪجهه نه ڪجهه غذا ۽ قوت حاصل ڪندي آهي. هاڻي بزرگ رومي رحمه الله ڪجهه مثال پيش فرمايا آهن جن مان هُن هيءُ ثابت ڪيو آهي ته هر شيءِ ٻئي شيءِ سان ملي ڪري ڪا غذا ۽ طاقت حاصل ڪندي آهي. قِران السعدين ۽ قِران النحين مان هر ستارو ٻئي ستاري سان تقويت ۽ غذا حاصل ڪندو آهي ۽ اثر وڌي ويندو آهي، زال، مڙس جي همبستريءَ سان ٻار پيدا ٿيندو آهي. پٿر ۽ لوهه کي ملائي رڳڙيو وڃي ته چڻنگون پيدا ٿينديون. انسان باغ جو سير ڪري ٿو ته سرور حاصل ٿئي ٿو. انسان کي خوشي ميسر اچي ٿي ته قُواءِ باطني ۾ اضافو ٿئي ٿو، ۽ بُک لڳندي آهي، جيڪا صحت کي وڌائيندي آهي، ڳلن ۾ خون ڊوڙندو آهي ته چهرو ڳاڙهو ٿي ويندو آهي. خوشي سان خون ۾ سرخي ۽ ڳاڙهاڻ پيدا ٿيندي آهي. سُرخي سج جي اثر سان پيدا ٿيندي آهي. زحل هڪ ستارو آهي جنهن کي نحس اڪبر به چيو ويندو آهي. ان جو تاثير هي آهي ته جنهن زمين ڏانهن اُن جو رُخ هجي اُتي قحط ۽ جنهن ڏانهن اُن جي پُٺ هجي اُتي وبا پکڙندي آهي. منافقن

جو شيطان سان ميلاپ انهن جي شر ۾ اضافو ڪندو آهي. نائين آسمان ڪي شرع ۾ عرش چيو ويندو آهي ۽ حڪماء ان ڪي فلڪ الافلاڪ ۽ فلڪِ اطلس چوندا آهن. جيڪو بلڪل ساده آهي، ان ۾ ڪو ستارو نہ آهي. صوفين وٽ علومِ معارف رباني جو نزول ان ئي آسمان مان ٿيندو آهي. جيئن تہ پاڻ ۾ ميل جول سان ڪانہ ڪا شيءِ حاصل ٿيندي آهي، انهي ڪري انسان ڪي علوم ۽ معارف سان وابستہ هجڻ گهرجي، جنهن ۾ وڏو شان ۽ شوڪت آهي. اسين جتان نور حاصل ڪريون ٿا اها ذاتِ باري آهي جيڪا وراء الوراء آهي. ذاتِ باري لاءِ بزرگ رومي رحمة الله عليه جڏهن لفظ مشرق ڳالهائي ٿو تہ ان جو مطلب هيءُ هوندو آهي تہ ذرات يعني عارف ڪامل ان وقت اُن ڪان ڪسبِ نور ڪري رهيا آهن جيڪو ڪسب دائمي نہ آهي پر ڪنهن وقت ڪسبِ نور ۾ حجابات حائل ٿي ويندا آهن. ورنہ الله جي لاءِ نہ مشرق آهي ۽ نہ مغرب. اُن جي ذات هر وقت نور فشان آهي. اسين اُن جي مقبول عارفن مان تمام گهٽ درجي جا آهيون. آئون باوجود سج هجڻ جي. وڏيڪ تقرب حاصل ڪرڻ جي لاءِ اُن سج ڪي ڇهيو آهيان ۽ اهو منهنجو ڇهڻ تقرب جو سبب آهي. اهو بہ اُن سج جو عطا ڪيل آهي. منهنجي گردش جيڪا تقرب جو سبب آهي اُن جي ئي پيدا ڪيل آهي. جهڙي طرح نتيجا قدرت جي ئي اختيار ۾ آهن اهڙي طرح ان جا اسباب بہ قبضہ قدرت ۾ آهن. اسباب جو مهيا ٿيڻ ۽ نہ ٿيڻ قدرت خداوندي جي تابع آهي. وصول الي الله جي سعي ۾ لڪين دفعا مايوسيون پيدا ٿين ٿيون پر مايوسي هٿ پير نہ هڻڻ جو باعث نٿي بنجي. مايوس ٿي صبر ڪري ويهي رهان اهو مُمڪن نہ آهي. مڇي پاڻيءَ ڪان صبر ڪري نٿي وهي سگهي. تڙپي تڙپي جان ڏيندي آهي. مايوس ڪرڻ بہ الله تعاليٰ جو فعل آهي. الله سان وڏيڪ تعلق پيدا ڪندو آهي. مايوسي جيڪا موجود آهي اها غير موجود جو فعل ڪڏهن ٿي سگهي ٿي؟ **وَلَا موجود الاالله** انهيءَ ڪري الله جي ئي پيدا ڪيل آهي. سُنا هجن يا برا، سيني وجود اُن ئي ذات ڪان حاصل ڪيو آهي. جن ڪي بصيرت حاصل نہ آهي اهي ان طرف ڌيان نٿا ڏين ۽ مردود بارگاهہ ٿي وڃن ٿا. جيڪي ماٺهو اسباب ڪي من جانب الله نٿا سمجهن، اهي اسباب ڪي قبلہ گاہ بنائين ٿا. منڪرن جي ڪج فطرت انهن ڪي تباهہ ڪري ڇڏيندي آهي. حقيقتن ڪي صحيح طور تي ڏس ۽ سيئي تصرف من جانب الله سمجهہ. بزرگ رومي رحمة الله عليه جي تصرفات ڪان معذوري فنائيت جي بناءَ تي هئي يا هو تصرف ڪان محجوب هو يا ماذون تہ هو پر تشبہ بالانبياء جي بناء تي تصرف ڪرڻ پسند نہ ڪندو هو. ڪي عارف ڪامل بہ اهڙو تصرف ڪندا آهن جو منڪر اڇي قدمن تي ڪرندو آهي. بزرگ رومي رحمة الله عليه پنهنجي خليفي ضياءُ الحق ڪي فرمائي ٿو تہ تون گمراهن تي تصرف ڪري راهِ راست تي آڻ. ضيا الحق جي دل چندہ وانگر روشن آهي. حاسد ڪنهن طرح بہ فيضياب نٿو ٿي سگهي. سج جو ڪم روشني پهچائڻ آهي پر حاسد اکيون بند ڪرڻ جي ڪري اجان وڏيڪ انڌو ٿي وڃي ٿو. حسد جو ڪو علاج نہ آهي. سچو طالب اهو آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن وقت فيض حاصل نہ بہ ٿئي تہ منڪر نہ بنجي پر ڪوشش جاري رکي، پوءِ مناسبت پيدا ٿيندي ۽ فيض حاصل ٿيڻ لڳندو، منڪر ٿيو تہ تباهي آهي.

**ويراني ۾ باز جو ڇٻن ۾ ڦاسڻ:**

هن حڪايت جو بہ خلاصو هيءُ آهي تہ باز بادشاهہ جي ڪارائي ڪان محروم ٿي ويو هو پر طلب ۾ برابر لڳو رهيو ۽ نيٺ ڪامياب ٿيو.

باز در ويراں بر چغداں فتاد
راہ را گم کرد و در ويراں فتاد

**ترجمو:** "باز ويراني ۾ چٻن ۾ وڃي ڪريو، رستو ڀُلجي ويو ۽ ويراني ۾ وڃي لٿو."

هن حڪايت ۾ باز مان مراد نبي ۽ عارف آهي، چٻن مان مراد منڪر ۽ محجوب آهن، بادشاهہ مان ذاتِ حق ۽

قيد مان مراد دنياوي لذتون آهن. عارفن جي به ڪڏهن آزمائش ٿي ويندي آهي ۽ اهي قضاءِ الاهي سان رستو گم ڪري ويهندا آهن. چهبيون باز کي ٽونگا هڻنديون هيون ۽ انهن ۾ شور مچي ويو ته باز آيو آهي. جيئن ڪُتا فقير کي ڦري ايندا آهن، ائين چهبيون باز کي ڦري ويون. انبيائين جي باري ۾ به مُنڪر اهوئي چوندا هئا ته يُرِيۡدٰنِ اَنۡ يُّخۡرِجٰكُمۡ مِّنۡ اَرۡضِكُمۡ "اهو چاهي ٿو ته توهان کي توهانجي سرزمين مان ڪڍي ان تي قبضو ڪري." چهبيون چوڻ لڳيون ته باز اسان جي جڳهه تي قبضي ڪرڻ لاءِ آيو آهي. انبيائن ۽ عارفن جا منڪر به گهڻو ڪري اهوئي چوندا آهن. باز چوڻ لڳو ته آئون هتي رهڻ ڪونه آيو آهيان، آئون بادشاهه ڏانهن وڃان ٿو. اهو ويرانو ته ان جي نظرن ۾ آباد آهي، منهنجي رهڻ جي جاءِ بادشاهه جي ڪارائي (ٻانهن) آهي.

هڪڙي چِبِ چيو ته باز مڪاري ۽ بڪواس ٿو ڪري ته اُن جي بادشاهه سان دوستي آهي ۽ اهو بادشاهه جي ڪارائي تي ويهي ٿو. گهڻو ڪري مُنڪرن به اهڙي طرح ڌمڪيون ڏنيون آهن. انبيائن ۽ الله وارن کي ستائڻ تي ڳوٺ ۽ بستيون ويران ڪيون ويون آهن. عارفن کي ستائڻ سان عوام ته درڪنار، وڏا وڏا ماڻهو صاحبِ علم و هُنر برباد ٿيا آهن. خدا انبيائن ۽ عارفن جي حفاظت جو وعدو ڪيو آهي. باز چوڻ لڳو ته جيڪڏهن منهنجو هڪ پر به ٽوڙيندا ته بادشاهه اوهان جي خبر وٺندو. جڏهن خدا مون کي روحاني عروج عطا فرمائيندو آهي ته مونکي روح جي ترقي ۾ سُٺي پرورش حاصل ٿئي ٿي. انبيائن کي معراج جسماني ۽ ڪامل عارفن کي معراج روحاني حاصل ٿيندو آهي. ملائڪن کي نور منهنجي ڪري حاصل ٿيو آهي. آسمانن جو چيرجڻ انبيائن جي معراجن يا مينهن جي وسڻ لاءِ آهي. افضل بشر افضل ملا ئڪن کان افضل آهن. ڪافر انبيائن جي صحبت سان مومن ۽ محجوبين عارفن جي صحبت سان ڪامل بنجي ويندا آهن. انبيائن ۽ عارفن جي اتباع سان نجات ۽ ڇوٽڪارو حاصل ٿيندو آهي. مقربن جو روئڻ عشق جي ڪري آهي جيڪو مرتبن جي بلندي پيدا ڪندو آهي. باز جڏهن شڪار ڪري وٺندو آهي ته اُنکي واپس سڏڻ لاءِ نغارو وڄايو ويندو آهي. الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهن جي پاڪ روحن کي واپس سڏڻ جي لاءِ فرمائيندو ته ارۡجِعِيۡۤ (الفجر:٢٨) "تون واپس اچ"، الله تعالىٰ جو اهو فرمائڻ طبل باز آهي. چِبِ اعتراض ڪيو هو ته باز بادشاهه ۽ وزير جي جنس نه آهي، انهيءَ ڪري اُن سان سندس ڪهڙو تعلق آهي. ان جو جواب هيءُ آهي ته آئون هم جنس ته نه آهيان پر اُن جي نور جي تجلي مون تي پيئي آهي. جنسيت جي معنىٰ هيءَ نه آهي ته شڪل ۽ صورت ۾ هڪ هجي پر تعلق ۽ مناسبت جي ڪري هم جنس بنجي ويندو آهي. زمين جي پيداوار ۾ پاڻي ۽ مِٽيءَ جو پاڻ ۾ تعلق آهي حالانڪ ٻنهين جي شڪل ۽ صورت جدا آهي. بزرگ رومي رحمة الله عليه چند مثال ڏيئي ڪري سمجهائي ٿو ته پاڻ ۾ تعلق شڪل ۽ صورت جي اتحاد تي موقوف نه آهي. هوا ۾ باهه جي حقيقت داخل آهي ۽ اُن سان متعلق آهي. جيڪڏهن هوا نه هجي ته باهه فوراً وسامي ويندي آهي. انساني طبيعت ۽ شراب ۾ تعلق آهي. شراب پيئڻ سان انساني طبيعت ۾ چُستي ايندي آهي. اسين الله تعالىٰ جا هم جنس ته نه آهيون پر اسان پنهنجي هستيءَ کي اُن جي لاءِ فنا ڪيو آهي. اسان پنهنجو پاڻ کي مٽيءَ ۾ ملايو آهي ۽ اُن مِٽيءَ تي اُن جا نقش قدم آهن. محض ظاهري صورت تي نظر ڪري تحقير نه ڪرڻ گهرجي ۽ استفاضه کان محروم نه رهڻ گهرجي. ڪافر انبيائن کي شڪل شبيهه ۾ پاڻ جهڙو ڏسي منڪر بنيا هئا ۽ مخالفت ڪندا هئا، جيڪا حقيقت ۾ الله تعالىٰ جي مخالفت هئي. جسم ۽ روح جو پاڻ ۾ تعلق آهي ۽ هڪ ٻئي جي مشابهه نه آهن ته پوءِ منڪرين صورت جي عدم مشابهت سان تعلق جو انڪار ڇو ڪن ٿا! جڏهن اک جي چربي نورِ چشم جو مظهر ۽ دِل جو قطره خون نور جو مظهر ٿي سگهن ٿا ته هڪ انسان جي نورِ حق سان متجلي هجڻ ۾ ڪهڙو شڪ ٿي سگهي ٿو؟ گرده ۽ جگر ۾، خوشي ۽ غم ۾، عقل ۽ مغز ۾ صوري مشابهت نه آهي پر پاڻ ۾ تعلق ظاهر آهي. نڪ ۽ دل ۾ صورتاً مشابهت نه آهي پر تعلق ظاهر آهي. ٻهريان جن شين جو پاڻ ۾ تعلق ٻڌايو ويو آهي ان تعلق کي پوري طرح سمجهائڻ مُشڪل آهي، انهي ڪري تعلق مع الله جي ڪيفيت بيان ڪرڻ به ممڪن نه آهي. الله تعالىٰ

انسان جي دل کي متاثر ڪيو ۽ انسان حامل امانت ٿي ويو. جهڙي طرح جبرئيل عليه السلام حضرت مريم عليها السلام جي گريبان ۾ ڦوڪ ڏني ۽ بي بي صاحبہ حضرت مسيح عليه السلام سان حامله ٿي ويئي. حضرت بي بي مريم عليها السلام ته هڪ انسان سان حامله ٿي ويئي، مومن جو قلب تجليات رب جو حامل ٿي ويو. ڪامل عارف جي قلبي نور سان سڄي دنيا مستفيد ٿئي ٿي. بزرگن کان فيض حاصل ڪرڻ وارا پنهنجي پهرين بزرگن جي شهرت ۽ نمود جو سبب بنجن ٿا. جهڙي طرح قيامت ۾ سيني جا وجود ظاهر ٿي ويندا اهڙي طرح مستفيدين بزرگن جو وجود نمايان ڪن ٿا. پوءِ مستفيدين ۽ مستفدين ڪان مستفيدين جو سلسلو قيامت تائين جاري رهندو. جڏهن ته بزرگن جو سلسلو قيامت تائين جاري آهي ته اُن جو شمار مشڪل آهي. جيڪي عارف، الله تعاليٰ جي طرفان ماڻهن جي اصلاح تي مامور هوندا آهن انهن جو وعظ ۽ نصيحت ڪرڻ ذڪر الاهي جي هم معنيٰ هوندو آهي. ذڪر ۽ نصيحت سان خدا سان شرفِ هم ڪلامي حاصل ٿئي ٿي. الله تعاليٰ جي طرفان لبيڪ جي صدا اچي ٿي ته چڻ يارب چوڻ الله تعاليٰ جي گفتگوءَ جي لاءِ ڄار ۽ سبب آهي. جڏهن ذڪر سان شرفِ هم ڪلامي حاصل هجي ته پوءِ ڪير بدنصيب هوندو جيڪو ذڪر ڪرڻ کان باز اچي. لبيڪ: ”آئون حاضر آهيان“، اهو پُڪارڻ واري جي جواب ۾ چيو وڃي ٿو. الله تعاليٰ جو اهو جواب شنيدني ڪونه هوندو آهي پر ذوقي آهي. ذڪر ڪرڻ واري جي لاءِ الله تعاليٰ جي طرفان جيڪو لبيڪ جو آواز اچي ٿو اهو شنيدني ۽ ٻُڌڻ وارو نه آهي پر ذوقي آهي. ان ڪي بزرگ رومي رحمة الله عليه هيٺين قصي ذريعي سمجهائڻ چاهي ٿو ته پياسي ۽ اُڃايل لاءِ پاڻيءَ جو آواز به هڪ ذوقي شيءِ آهي. جيڪو اُڃايل نه آهي اهو ان آواز مان ڪو لُطف حاصل نٿو ڪري سگهي.

### اُڃايل جو ديوار تان پاڻيءَ جي نهر ۾ پتر اُڇلائڻ

*برلبِ جو بُود دےوارے بُلند*

*برسر دےوار تشنہ دردمند*

ترجمو: ”هڪ نهر جي ڪناري تي هڪ وڏي اونچي ديوار هئي، ديوار تي مصيبت زده اڃايل ويٺو هو.“

اُڃايل بي قرار هو، ديوار پاڻيءَ تائين پهچڻ ۾ رڪاوٽ هئي. هو مڇيءَ وانگر بي تاب هو. اوچتو هُن هڪ سر پاڻيءَ ۾ اُڇلائي. سندس ڪن ۾ پڪار وانگر پاڻيءَ جو آواز آيو. سرن ۽ پترن اُڇلائڻ سان جيڪو پاڻيءَ ۾ آواز پيدا ٿيو اهو اُڃايل جي لاءِ ائين ئي هو جيئن ذاڪر جي لاءِ لبيڪ جو آواز! پاڻي زبانِ حال سان چئي رهيو هو ته توکي ان مان ڪهڙو فائدو؟ اُڃايل جواب ڏنو ته ان مان ٻه فائدا آهن: هڪ ته جيئن اُڃايل ڪڪر کي ڏسي ڪري خوش ٿيندو آهي، ائين پاڻيءَ جو آواز ٻُڌي ڪري به خوش ٿيندو آهي. حضرت اسرافيل عليه السلام جي صور سان مرده زنده ٿي ويندا، ائين جيڪو اُڃ مري رهيو آهي پاڻيءَ جي آواز سان اُن کي زندگي ملي وڃي ٿي. باغ بهار جي موسم ۾ ڪڪر جي آواز ۽ وڄ سان بِشارت حاصل ڪندو آهي. فقير جڏهن زڪوات ڏيڻ جو آواز ٻڌندو آهي ته اُن ۾ نشاط ۽ خوشي پيدا ٿي ويندي آهي. حضور صلي الله عليه وسلم ارشاد فرمايو ته مونکي خدائي ساهہ يمن جي طرف کان پهچي ٿو. خدا جو ڪلام ۽ ساهہ وات کان منزه ۽ پاڪ آهي. شفاعت جي وقت حضور صلي الله عليه وسلم جي خوشبؤ گنهگار جي لاءِ جانفزا هوندي. حضرت يعقوب عليه السلام حضرت يوسف عليه السلام جي قميص جي خوشبؤ پري کان محسوس ڪئي هئي جيڪا اُن جي نشاط ۽ خوشيءَ جو سبب بني. ڪيميا جو آواز سون جي لاءِ اهڙوئي روح افزا آهي جيئن اُڃايل جي لاءِ پاڻيءَ جو آواز آهي. ٻيو فائدو هي آهي ته اڪيڙڻ ۽ سِرون ڪڍڻ سان ديوار نندي ٿي رهي آهي ۽ پاڻيءَ جو قُرب ويجهو ٿي رهيو آهي. اُڃايل جو جيتري قدر پاڻيءَ کان فاصلو هو، اهو سرون اُکيڙڻ جي ڪري گهٽجي رهيو هو. سِرن جو اُکيڙڻ اُڃايل کي پاڻيءَ جي وصل سان قريب ڪري رهيو هو. جهڙي طرح سان ديوار جو نندو هجڻ قربت ۽ وصل جو سبب هو اهڙي طرح انسان جو نندو هجڻ ۽ سِجدي ۾ ڪرڻ قرب خداونديءَ جو سبب آهي، جيئن قرآن مجيد ۾ چيو ويو آهي. جيستائين انسان تن پروري

ڪندو ۽ پنهنجي ڪنڌ کي اوچو رکندو تيستائين اها ديوار آهي جيڪا پاڻيءَ جي وصل کان مانع هئي. ذاتِ خداوندي جو سجدو ۽ قرب تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن خاڪي بدن جون سِرون اُکيڙيندؤ جيڪو وصل جو زياده پياسو هوندو اهو وصل جا اسباب جلد حاصل ڪندو. سِرن اُڇلائڻ سان اُڇايل کي پاڻيءَ جي آواز مان شراب جهڙو سرور حاصل ٿي رهيو هو. جوانيءَ جي عبادت ۽ مجاهدو افضل آهي. جوانيءَ جا مجاهدا جلد ثمر آور ٿيندا آهن. تروتازه زمين ۾ تخم ريزي بهتر پيداوار ڪندي آهي. جوانيءَ ۾ حواس ظاهري ۽ باطني سيئي صحيح حالت ۾ هوندا آهن. هن وقت اوگڻ زائل ۽ ختم ڪري ڇڏ، ڇاڪاڻ ته پيريءَ ۾ عبادت نه ٿي سگهندي. پيريءَ ۾ عبادت ۽ رياضت جا عمده ثمرات حاصل نٿا ٿين. پيريءَ جو بدن ڪلرائيءَ زمين وانگر آهي جيڪو بار آور نٿو ٿئي. جنهن زمين جي آبپاشي نٿي ٿئي اُن جي پيداوار سُٺي نٿي ٿئي. پيريءَ ۾ انسان نه پنهنجي لائق رهندو آهي نه مهمان جي لائق رهندو آهي. پيريءَ ۾ پرون لڙڪي اکين تي اچي ويندا آهن. پيريءَ ۾ موتيو ٿي ويندو آهي ۽ اکين ۾ ڌُنڌ پيدا ٿي ويندي آهي. عضوا سُڪن ٿا ته کل ۾ گهنج پئجيو وڃن. چهرو ڳوهه جهڙو ٿي ويندو آهي. پيريءَ ۾ بُريون عادتون راسخ ۽ مضبوط ٿي ويندڀون آهن ۽ انهن کي ڇڏڻ جي طاقت ڪمزور ٿي ويندي آهي.

**حاڪم جو هڪ شخص کي چوڻ ته رستي تي ڌنل ڪنڊن جي واڙ پٽي ڇڏ**

*همچو آں شخصِ درشتِ خوش سخن*

*درمیانِ رہ نشاند او خاربن*

ترجمو: ”اُن ڳالهير سنگدل انسان وانگر جنهن رستي ۾ ڪنڊن جو لوڙهو ڏنو هو.“

هلڻ وارا ان کي ملامت ڪري رهيا هئا ۽ چئي رهيا هئا ته لوڙهو پٽ، پر همراهه ڪنڊا نه هٽايا. ماڻهن جا پير زخمي ۽ ڪپڙا ڦاٽندا رهيا. جڏهن حاڪم کي خبر پئي تڏهن حُڪم ڏنائين ته اهو ڪنڊن جو لوڙهو پٽي ڇڏ. همراه چيو ته ڪنهن ڏينهن پٽي ڇڏيندس. ڪنڊا وڌندا رهيا ۽ همراه هئي ڏينهن جو واعدو ڪندو رهيو. ڪنڊا وڌندا ويا ۽ همراه پوڙهو ٿيندو ويو. هن ڳالهه جو خلاصو به هيءُ آهي ته برين عادتن جو جيڪڏهن جلد ازالو نه ڪيو ويو ته اهي جڙ وٺي ويندڀون آهن. ڪنڊن وارو وڻ پنهنجين برين عادتن کي سمجهه. برين عادتن سان انسان کي تڪليف پهچندي آهي. اوگڻ مجاهدن ۽ رياضتن جي ذريعي پري ڪري ڇڏ. حضرت علي ” جو مسلڪ، مسلڪ هدايت هو جنهن ۾ مخلوق کان ڏار ٿي مجاهدن ۽ رياضتن جي ذريعي مقامات طئي ڪيا وڃن ٿا خيبر مديني کان اندازاً به سؤ ميل آهي. اتي يهودي قلعه بند ٿي ويا هئا، تڏهن حضرت علي رضي الله عنه قلعي جو دروازو کُوليو هو، جيڪو ايتري قدر ڳرو هو جو ان کي ستن ماڻهن ۽ هڪ روايت مطابق چاليهن ماڻهن ڪٽڻ گهريو ته نه ڪٽي سگهيا. حضرات شيخين جو مسلڪ مسلڪِ نبوت هو جنهن ۾ متوجه بمخلوق للحق رهندا هئا. ٽيون طريقو هيءُ آهي ته ڪنهن شيخ جي خدمت ۾ رهو، جيڪو توهان کي اوگڻن کان آجو ڪري. جن ٻن شين ۾ تضاد جي نسبت هونديآهي اهي هڪ ٻئي کي ختم ڪنديونآهن. نار ۽ نور هڪ ٻئي جو ضد آهن، قهر ۽ مِهر هڪ ٻئي جو ضد آهن. نار قهر جو مظهر آهي ۽ نورِ مهر جو مظهر آهي، انهيءَ ڪري اهي به هڪ ٻئي جو ضد آهن. برا ڀلن جي صحبت کان هِن لاءِ ڀڄندا آهن ته بُرن جو مزاج ناري ۽ سُٺن جو آبي ۽ نوري آهي.

الله وارا لذتن ڇڏڻ جو حڪم ڏيندا آهن. عوام لنوائيندو آهي. عوام جو احساس ۽ فڪر اخلاق رذيله جي پيداوار آهن. ڪامل عارف جي صحبت سان جڏهن اخلاق رذيله جو ازالو ٿيندو آهي ته طالب خود اُها ڪيفيت محسوس ڪندو آهي. اخلاق رذيله جي ازالي سان جيڪڏهن نفس ۾ بيچيني ٿئي ته ان سان پريشان نه ٿيڻ گهرجي. برن عملن سان سنا عمل تباهه ٿي ويندا آهن. حديث شريف ۾ آهي ته حسد نيڪين کي اهڙي طرح کائي ٿو جيئن باهه ڪاٺين کي

ڪائيندي آهي. ڪي گناهه اهڙا آهن جو انهن سان سڀ نيڪيون ختم ٿي وينديون آهن. نفس جي اصلاح ڪان پوءِ عملن جا سڀ سٺا ثمرات مرتب ٿيندا آهن. بزرگ روميؒ هڪ قصو نقل ڪيو آهي تہ ٽي مڇيون هڪ تلاءَ ۾ هيون. هڪ عقلمند، ٻي بيوقوف ۽ ٽين اڌ عقل واري هئي. شڪاري ڄار کڻي آيو. عقلمند مڇي فوراً درياهہ جي تري ۾ هلي ويئي ۽ ڇوٽڪارو حاصل ڪيائين. باقي ٻہ مڇيون ڦاسي ويون. جيڪا اڌ عقل واري هئي اُن ڪجھ عقل ڪان ڪم ورتو ۽ پنهنجو پاڻ کي مُئل بنايائين. شڪاريءَ ان کي مئل سمجھي پاڻيءَ ۾ اُڇلائي ڇڏيو. اها بہ بچي وئي. ٽين بيوقوف مڇي ڄار ۾ ٽپا ڏيڻ لڳي. شڪاريءَ ان جا ڪباب بنايا. انسان جي سٺ سال عمر هڪ ڄار آهي. ان ڪان بچڻ جي هڪ صورت هيءَ آهي تہ سٺ سالن ڪان پهريائين درياءِ حقيقت ۾ ٽٻي ڏني وڃي. ان عمر ۾ پهچي ڪري نجات ۽ ڇوٽڪاري جي تدبير ڪئي وڃي ورنہ باهہ ۾ پچڻو پوندو. سٺ سالن تائين بہ نيڪي نہ ٿي تہ وڏي خواري ۽ رسوائي جي ڳالھ آهي.

**سُتن ڪمن کي سڀاڻي تي ڇڏڻ جي آفت**

هين مگو فردا کہ فرداها گذشت
تا بکلی نگذرد ایام کِشت

ترجمو: ”خبردار سڀاڻي نہ چئو، ڇو تہ اهڙا تہ گهڻا سُڀاڻا گذري ويا، متان پوکيءَ جو ٽائو ٽري نہ وڃي.“

عمل جو وقت نہ وڃاءِ، روح جي عملن لاءِ جسم رڪاوٽ آهي. خالي ڳالهين سان ڪم ڪونہ هلندو. سخاوت ۽ خيرات ڪر. بدن جي سخاوت هيءَ آهي تہ جسماني لذتن ۽ شهوتن ڪان پرهيز ڪجي ۽ اُنهن کي عبادت ۾ صرف ڪيو وڃي. حديث شريف ۾ آهي تہ سخاوت بهشت جو هڪ وڻ آهي، جيڪو شخص سخي آهي اهو اُن وڻ جي هڪ ٽاريءَ کي جهلي ٿو، اها ٽاري ان کي نٿي ڇڏي، جيستائين اُن کي بهشت ۾ داخل نٿي ڪري. حضرت يوسف عليه السلام کي پائرن کوهہ ۾ وڌو هو پر هر شخص دنيا جي کوهہ ۾ ڪِريو پيو آهي. خدا جو شڪر آهي تہ هُن نجات ۽ ڇوٽڪاري جو ذريعو بنايو آهي جيڪو توبهہ ۽ استغفار آهي. توبهہ ۽ استغفار جي ذريعي خدا جي مقربن ۾ شامل ٿي ويندؤ. جڏهن واچوڙو اُٿي ٿو تہ گرد غبار نظر اچي ٿو ۽ هوا جيڪا اصل آهي اها نِگاهن ڪان مخفي رهندي آهي. انسان اهو ڏسي ڪري سمجهندو آهي تہ ڌوڙ ئي حرڪت ڪري رهي آهي. عالمِ شهود ۾ بہ حقيقت ۾ عالمِ غيب ڪم ڪري رهيو آهي. اصل عالمِ غيب کي سمجھہ، اسان جا ظاهري حواس عالمِ شهود کي ڏسن ٿا. اهل الله جي اک عالمِ غيب کي ڏسي ٿي. عالمِ شهادت جون جيڪي موجودات مصروفِ عمل آهن اهي خالي ڇلڪا ۽ کَلون آهن، اصل محرڪ عالمِ غيب آهي جيڪو نظرن ڪان لِڪل آهي. هم جنس هم جنس کي ڄاڻي سگهي ٿو. حسي نظر تہ عالمِ شهود جي شيءِ آهي، انهيءَ ڪري اها عالمِ شهود جي شين کي ئي ڄاڻي سگهي ٿي. ظاهري اک جو سوار الله جو نور آهي، ان ڪان سواءِ هي اک ڪنهن ڪم جي نہ آهي. اصل رهبري سوار جي اک ڪندي آهي، گهوڙي جي مدنظر فقط گاهہ ۽ چراگاهہ هوندو آهي. اهڙي طرح حسي اک جي پيش نظر فقط دنياوي لذتون آهن. جڏهن نورِ بصر تي نورِ حق سوار ٿيندو آهي. تڏهن اُن کي آخرت جون نعمتون نظر اينديون آهن. نورِ بصيرت ڪان سواءِ محض نورِ بصارت سان وصول الي الحق ممُڪن نہ آهي. نورِ بصارت جي زيب و زينت نورِ بصيرت سان ئي آهي. قرآن پاڪ ۾ ”نُوْرٌ عَلٰى نُوْرٍ“ (النور:٣٥) مان اهوئي مراد آهي. ظاهري بصارت دنيا ڏانهن مائل ڪندي آهي ۽ نورِ بصيرت انسان کي ملاءِ اعليٰ جي رهبري ڪندي آهي. نورِ حسي انسان کي دنيا ڏانهن هن ڪري وٺي ويندو آهي تہ ان جا جملي محسوسات عالمِ اسفل جا آهن.

نورِ حق ۽ نور چشمَ جو مثال درياءِ شبنم (ماڪ) جهڙو آهي. جن ماڻهن کي نورِ حق حاصل ٿي ويندو آهي انهن جي ڳالهين ۽ پلن ڪمن مان سمجهيو ويندو آهي تہ انهن کي نورِ حق حاصل آهي. جڏهن تہ نورِ بصارت بہ نظر نٿو اچي

حالانڪ اها مادي شيءِ آهي. پوءِ نورِ بصيرت ۽ نورِ ايماني جيڪا غيبي شيءِ آهي ڪيئن نظر اچي سگهي ٿي!؟ عالمِ شهادت اُن تصرف کي قبول ڪندو آهي جيڪو عالمِ غيب ۾ ڪم ڪندو آهي. عالم غيب عالمِ شهادت ۾ هر طرح جا تصرفات ڪندو رهندو آهي. ڪوبہ قلم ڪاتب جي هٿ کان سواءِ نٿو لِکي سگهي ۽ ڪوبہ گهوڙو سوار کانسواءِ نٿو ڊوڙي. پوءِ ظاهر آهي تہ عالم جي جملي تصرفات جو ڪو ڪرڻ وارو آهي. قضا ۽ قدر جا جيتري قدر تير آهن اهي عليم ۽ قدير جا هلايل آهن. لامحالہ اُنهن ۾ حِڪمت پوشيده آهي. جنگِ بدر ۾ حضور ﷺ هڪ مٺيءَ جي مُٺ دشمنن ڏانهن اُڇلائي، جنهن جي لٽ گرد و غبار وانگر انهن جي اکين کي متاثر ڪيو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي: وَمَا رَمَيْتَ اِذْ رَمَيْتَ (الانفال: ١٧) جيڪڏهن ڪو تير اچي لڳي تہ اُن کي قضاءِ قدر سمجهہ. ان تي غم ۽ غصو نہ ڪر. غُصي ۽ ڪاوڙجي حالت غلط بينيءَ جو باعث هوندي آهي. انسان کي قضا تي راضي رهڻ گهرجي. عالمِ شهادت مجبورِ محض آهي، قضا ۽ قدر جي اڳيان بيوس آهي. قضاءِ قدر جي ڦندي ۾ اسين مرغ اسير ۽ پڃري جا پکي آهيون. اسان جا ڪم چوگانِ قدر جا تابع آهن. جيڪا ذات حقيقتاً متصرف آهي اها نگاهن کان لِڪل آهي. انسان جي دل قبضہ قدرت ۾ آهي. هڪ گهڙي ۾ هيٺ مٿي ٿئي ٿي. صديقيت جو مرتبو نبوت کان گهٽ ۽ وِلايت کان وڌيل آهي. مجاهدا ڪندڙ سالڪ کي راهِ سلوڪ ۾ گهڻا خطرا لاحق ٿين ٿا. سالڪ کي گهڻا مرتبا طئي ڪرڻا هوندا آهن. سالڪ مرتبا طئي ڪرڻ کانپوءِ مقامِ امن تي پهچي ويندو آهي. ڪمال حاصل ڪرڻ کانپوءِ خطرن جو اِزالو ٿي ويندو آهي ۽ وري نقصان ڏانهن ڪونہ موٽندو آهي. صوفين جو مقولو آهي تہ اَلْفَانِيْ لَايُرَدُّ يعني سالڪ مقام فنا ۾ پهچي ڪري وري مردود ڪونہ ٿيندو آهي. اڳئين زماني ۾ آئينو لوهہ مان ٺاهيندا هئا. بُزرگ رومي رحمة الله عليه شروع ۾ مولانا برهان الدين محقق رحمة الله عليه سان بيعت ٿيو هو، پوءِ شمس تبريزيءَ رحمة الله عليه سان بيعت ٿيو. ڪامل عبديت کانپوءِ سلطاني حاصل ٿيندي آهي. صلاح الدين زرڪوب مولانا جو پير ڀائي آهي پر مولانا اُن جي تمام گهڻي تعظيم ڪري ٿو ۽ اهڙا الفاظ استعمال ڪري ٿو جهڙا پيرن جي لاءِ ڪيا ويندا آهن. عارف ڪامل جي جسم تي بزرگيءَ جا آثار نمايان هوندا آهن. الله وارو باطني طور تي تصرف ڪندو آهي. شيخ جي تصرف سان ڪڏهن قبض جي ڪيفيت پيدا ٿيندي آهي جيڪا باعثِ ننگ هوندي آهي، ڪڏهن بسط جي ڪيفيت جيڪا موجب نام هوندي آهي. سالڪ جي دل تي ڪامل عارف جو نقش اُڀرندو آهي. جيڪو نقش خداوند هوندو آهي. پوءِ جيتري قدر طالب ٿيندا ويندا اُنهن جي اهائي صورت هوندي. شيخ جي توجہ سان طالب جي دل ۾ اسرار ۽ حڪمتن جا لڪين چشما ڦٽن ٿا. فيوض باطنيہ جي بند ٿيڻ سان معارفِ ڪُفر يہ خيالات جو سبب بنجي ويندا آهن. ڪوهِ طور تجلي کي قبول ڪيو. جبل تہ فيض قبول ڪري پر انسان پاڻ اندر اها صلاحيت پيدا نہ ڪري تہ وڏي شرم جي ڳالهہ آهي. دل ۽ عضون تي فيوض طاري هُجڻ گهرجن. بدن کي مجاهدن جي تيشيءَ سان اکوڙيو وڃي. قيامت ۾ جبل اکڙي ويندا پر قيامت مان فيض حاصل نہ ٿيندو ۽ مجاهدي جي ذريعي بدن جي جبل کي اُکيڙڻ سان فيض حاصل ٿيندو. مجاهدن جي ذريعي ڪوهِ جسم کي اُکيڙڻ جو مطلب هي آهي تہ مجاهدن جي ذريعي سان قيامت جي زخمن ۽ ڦٽن کي ڇُٽائي سگهجي ٿو، چاهي ابتدائي زندگي خراب هجي. جيڪڏهن اهو مجاهدن سان مقامِ فنا حاصل ڪري وٺندو تہ اُن کي مقامِ احسان حاصل ٿي ويندو. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ صِبْغَةَ اللّٰهِ وَمَنْ اَحْسَنُ مِنَ اللّٰهِ صِبْغَةً (البقره-١٣٨) "الله جو رنگ ۽ اللهَ جي رنگ کان ڪنهن جو رنگ بهتر هوندو؟ مقام فنا تي فائز ٿيڻ وارو ڪنهن جي ملامت کي پسند نہ ڪندو آهي. مقام فنا ۾ پهچي ڪري جڏهن خدائي رنگ ۾ رڱيو ويندو آهي تڏهن پنهنجو پاڻ کي خُم (مَٽ) چوندو آهي. اهائي صورت شيخ منصور حلاج جي هئي. اهو مقامِ فنا ۾ پهچي ڪري انا الحق چئي رهيو هو. اناالحق چوڻ جو سبب هي هو تہ اهو صفاتِ خداوندي سان متصف ٿي ويو هو. جيئن لوهہ باهہ ۾ باهہ جو رنگ اختيار ڪندو آهي ۽ اهو بظاهر اڱار يا ٽانڊو نظر ايندو آهي پر باهہ، باهہ آهي ۽ لوهہ، لوهہ آهي. لوهہ ڳاڙهو ٿي ڪري زبانِ حال سان پنهنجي باهہ هُجڻ جي دعويٰ

ڪندو آهي. لوهه باهه ۾ پئجي ڪري باهه جو رنگ ۽ مزاج حاصل ڪندو آهيءِ باهه هجڻ جي دعويٰ ڪندو آهي. اهل الله به جڏهن اخلاقِ خداوندي حاصل ڪندا آهن تڏهن وحدت جا مدعي ٿي ويندا آهن. انسان ۾ جڏهن اخلاقِ خداوندي پيدا ٿي وڃن ٿا ته اُن ۾ مسجود هجڻ جي صفتِ خداوندي پيدا ٿي ويندي آهي. صالحين جو به اهو مسجود بنجي ويندو آهي. اڳين شعرن ۾ ذاتِ حق کي باهه سان تشبيهه ڏني ويئي هئي جيڪا محض سمجهائڻ جي لاءِ هئي پر پوءِ به خالق کي مخلوق جي مشابهه قرار ڏيڻ جيئن ته مشتبهه وارن جو مسلڪ آهي، انهيءَ ڪري پنهنجو پاڻ کي بزرگ رومي رحمة الله عليه خاموش رهڻ جو حڪم ڏئي ٿو، تان ته تشبهه جو شُبهو پيدا نه ٿي وڃي. ذات ۽ صفات جا بحث ناپيدا ڪِنار سمنڊ آهن، انهن ۾ ڪِهڙڻ نه گهرجي. سوين روميءَ جهڙا عالمِ به مِلي ڪري انهن بحثن کي سلجهائي نٿا سگهن. بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته بيشڪ، اهو نازڪ مقام آهي پر آئون صفات ۽ ذات جي ذڪر کان سواءِ صبر نٿو ڪري سگهان. جڏهن ته مون کي جان ۽ عقل جو خون بها ملي چڪو آهي ته اُن جي قربان ڪرڻ ۾ ڪو دريغ نه آهي. بدڪ پنهنجو پاڻ کي درياءَ جي حوالي ڪندي آهي ته درياءُ جنهن پاسي اُن کي وهائي ڪٿي وڃي. ذات ۽ صفات جي ذڪر ۾ غلبہ حال ۾ ڪڏهن سوءِ ادب ٿي ويندو آهي پر ذڪر ڪرڻ، ذڪر نه ڪرڻ کان بهرحال بهتر آهي. زنجير جو حلقو ۽ ڪڙو جيتوڻيڪ ٽيڙو ۽ آڏو آهي پر دروازي تي ڪم ڏئي ٿو. بزرگ درياءِ حق مان استفادي جي ترغيب ڏئي ٿو. في الحال نفس پاڪ صاف آهي پر بُرائي جو امڪان آهي. جيڪڏهن عارف ڪامل کان پري آهين ۽ پنهنجي ذاتي طهارت نه رهي ته طهارت ۽ پاڪائي مُمڪن نه رهندي. ١٠ واري جي باطن جو اتصال ذاتِ باري سان آهي. نيڪ ماڻهن کي به عارفن جو دامن جهلڻ گهرجي ورنہ ان جي محدود پاڪائي ڪنهن ڏينهن ختم ٿي ويندي

**پاڻيءَ جو ناپاڪن کي پاڪائيءَ ڏانهن سڏڻ**

هن قصي جو خلاصو هي آهي ته ناپاڪ کي پاڻيءَ کان شرم ۽ گريز ڪرڻ نه گهرجي يعني باطني طهارت حاصل ڪرڻ ۾ راهنما کان شرم يا گريز مناسب نه آهي.

آب گفت آلوده را در من شتاب

گفت آلوده که دارم شرم ز آب

ترجمو: ”هڪ گندي شخص کي پاڻيءَ چيو ته مون ۾ اندر اچ، گندي چيو ته مون کي پاڻيءَ کان شرم ٿو اچي.“

پاڻيءَ چيو ته مون کان شرم ڪندين ته پاڪائي ڪيئن حاصل ٿيندئي. حديث شريف ۾ آهي ته اَلْحَيَاءُ شُعْبَةٌ مِّنَ الْاِيْمَانِ ”حيا ايمان جي هڪ شاخ آهي“ ته پوءِ حيا کي ايمان جي لاءِ مانع نه بنجڻ گهرجي. انسان جي بدن ۾ گويا ٻه حوض آهن: هڪ اهو جيڪو برين خصلتن جو مخزن آهي ۽ ٻيو اهو جيڪو ڀلاين جو مخزن آهي. بُرين جو مخزن حوضِ تن آهي ۽ ڀلاين جو مخزن حوضِ دل آهي. ٻنهين قسمن جي اخلاقن جا مخزن مليل جُليل آهن. سلوڪ ۾ ڪا غلطي به ٿي وڃي ته به منزلون طئي ڪرڻ ۾ توقف نه ڪرڻ گهرجي. دربارِ حق جي حاضري مصريءَ کان به وڌيڪ شيرين ۽ مِٺي آهي. جيڪڏهن اُن جي حاصل ڪرڻ ۾ جان به هلي وڃي ته ڪا ڳالهه نه آهي. عشقِ الاهي جي سلسلي ۾ ملامت ڪرڻ واري جو سهارو خود ڪمزور آهي. عشق به اهوئي ڪم ڪري ٿو جيڪو باهه جي ٻُني ڪم ڪندي آهي. فنا ٿيڻ ڪانپوءِ بقا حاصل ٿيندي آهي. عشق جو غم جان نه آهي پر جان فزا آهي. ٻئي جي لاءِ غم خوف جو سبب آهي. عاشق جي لاءِ موجبِ اطمينان آهي. سمنڊ پالتو ڪڪڙ جي لاءِ هلاڪت ۽ بدڪ جي لاءِ باعثِ مسرت آهي. عِشق جو هر حلقو هڪ نئين قسم جو جنون پيدا ڪندو آهي. مشهور چوڻي آهي ته اَلْجُنُوْنُ فُنُوْنٌ ”چريائي جا گهڻا قسم آهن. ٻيا چريا چون ٿا ته جنون ۾ ايتري قدر بي خود نه هجڻ گهرجي.“

**دوستن جو شفاخاني ۾ ذوالنون مصريءَ رحمة الله عليه جي مزاج پُرسيءَ جي لاءِ اچڻ:**

ذوالنون معنيٰ مڇيءَ وارو. حضرت ثوبان بن ابراهيم رحمة الله عليه تي اهو لقب پئجي ويو. اهو تمام وڏو بزرگ هو. اُن جو سبب هيءَ ٿيو ته هڪ سفر ۾ ڪنهن ٻيڙيءَ ۾ سوار هو. اُن ٻيڙيءَ ۾ ڪنهن واپاريءَ جو موتي چوري ٿي ويو. ماڻهن ان بزرگ تي تُهمت هنئي. بزرگ عاجز ٿي دعا گهري ته سوين مڇيون پنهنجي وات ۾ اُن جهڙا موتي کڻي نمودار ٿيون. هُن هڪڙي مڇيءَ کان موتي وٺي اُن واپاريءَ کي ڏنو.

*اين چنين ذوالنونِ مصري رافتاد*
*کاندرو شور و جنونِ نو بزاد*

ترجمو: "اهڙي طرح ذوالنون مِصريءَ لاءِ ٿيو جو منجهس هڪ نئون جنون ۽ ولولو پيدا ٿيو."

بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته مون پنهنجي جنونِ عشق جي سلسلي ۾ ذوالنون جي عشق جو قصو ذڪر ڪيو پر اُن مان ڪو هيءَ نه سمجهي ته آئون پنهنجي عِشق کي اُن جي عشق جهڙو سمجهان ٿو. هُن جو عشق تمام بلند هو. اهو جنونِ عشق ۾ رياڪارن جو پردو فاش ڪندو هو، جنهن سان اهي شرمنده ٿيندا هئا. عوام ۾ فِتنو ڪرڻ ممنوع آهي پر ذوالنون ان باري ۾ مجبور هو. عوام جي طرف کان ذوالنون کي ته فقط قيدخاني جي تڪليف برداشت ڪرڻي پئي، ٻين بزرگن جي ته جان کي خطرا لاحق ٿيا آهن. عوام بزرگن جي باطن کي نٿو سمجهي سگهي، انهن جي ظاهر تي بزرگيءَ جي ڪا نشاني ڪونه هوندي آهي. اڳ ۾ بزرگ رومي رحمة الله عليه ذوالنون کي دريتيم چيو هو، هاڻي فرمائي ٿو ته موتي نه، پر اهو لکين موتين وارو سمنڊ هڪ قطري ۾ ۽ معرفت جو آفتاب هڪ ذري ۾ آهي. عوام اُن جي بزرگي کي نه سمجهي سگهيو. وقت جي بادشاهه جو وزير جنهن علماء کي ظاهر تي فتويٰ ڏيڻ تي مجبور ڪيو هو. سوره آل عمران ۾ ذڪر ڪيل آهي ته وَيَقْتُلُونَ الْأَنْبِيَآءَ (آل عمران-١١٢) "اهي ماڻهو انبيائن کي ناحق قتل ڪن ٿا." سوره ياسين ۾ ته اِنَّا تَطَيَّرْنَا بِكُمْ (ياسين-١٨) "ڳوٺ وارن رسولن کي چيو ته اسين توهان جي وجود کان بدفالي وٺون ٿا." اڳ ۾ بزرگ رحمة الله عليه جاهلن جي دشمنيءَ جو ذڪر ڪيو هو، هاڻي جاهلن جي محبت جو ذڪري ڪري ٿو. جاهلن جي عقيدي مطابق حضرت عيسيٰ عليه السلام کي سوريءَ تي چاڙهيو ويو ۽ اهو پنهنجو پاڻ کي نه بچائي سگهيو ۽ هيءَ اُن جي ذريعي پنهنجي نجات ۽ ڇوٽڪاري جا قائل آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي ته وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُعَذِّبَهُمْ وَاَنْتَ فِيْهِمْ (انفال-٣٣) حضور صلی الله عليه وسلم کي خطاب آهي ته "جيستائين تون انهن ۾ موجود آهين انهن تي عذاب ڪونه ايندو." بزرگ روميٰ رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته "تون انهن ۾ موجود آهين" جو مطلب هي آهي ته جيستائين قوم توکي نه ستائي، ته محض موجود هجڻ عذاب جي دفع ڪرڻ جي لاءِ ڪافي نه آهي. اهڙي طرح محض الله وارن جو وجود عذاب ٽاري نه سگهندو ۽ جيئن ته ذوالنون کي قوم ستايو انهيءَ ڪري قوم جو بچاءُ نه ٿي سگهندو. خالص سون ۽ سونارو جعل ساز کي رُسوا ۽ خوار ڪندا آهن، انهيءَ ڪري جعلساز جي دُشمنيءَ مان اهي خطرو محسوس ڪندا آهن. اهوئي حال انبيائن ۽ عارفن جو عوام سان آهي. بُرن جي ڪري ڀلن جي زندگي تلخ ٿي ويندي آهي. حضرت يوسف عليه السلام کي ڀائرن حسد جي ڪري کوهه ۾ ڪيرائي ڇڏيو هو. حسد جي ڪري حضرت يوسف عليه السلام جي ڀائرن بگهڙ جي ڪاچ ٿيڻ جو افسانو گهڙيو هو. حضرت يوسف عليه السلام کي بگهڙ ڪو نقصان ڪونه پهچايو هو، ڀائرن جو حسد تڪليف جو سبب بنيو. ڀائرن هي چيو هو ته اسين ڊوڙي رهيا هئاسين ۽ يوسف عليه السلام کي بگهڙ کڻي ويو. اها مڪاري جنهن جو سبب حسد هو، سؤ بگهڙن کان به مُمڪن نه هئي. نيٺ ڀائرن کي حضرت يوسف عليه السلام جي عظمت جو رُسوا ٿي ڪري مجبوراً اقرار ڪرڻو پيو ۽ آخرت جي رسوائي هيءَ ٿيندي ته عام حاسدن جو حشر بگهڙن جي شڪل ۾ ٿيندو. حضرت يوسف عليه السلام جا ڀائر ته توبه تائب ٿي ويا هئا ۽ انهن مان هر هڪ کي مقامِ نبوت حاصل ٿيو هو، انهيءَ ڪري انهن جو حشر بگهڙن جي صورت ۾ نه

ٿيندو. حرامخور جو حشر خنزير جي صورت ۾ ٿيندو. زناڪارن جو حشر ان حالت ۾ ٿيندو جو انهن جون شرمگاهون سڙنديون هونديون، دلين ۾ لِڪل گندگيون نمايان ۽ ظاهر ٿي وينديون. جهنگ ۾ هاڃيڪار جانور رهن ٿا، اهڙي طرح انسان جي وجود ۾ هاڃيڪار خصلتون آهن. جيڪا خصلت غالب هوندي اُن مطابق حشر ٿيندو. اشرفيءَ ۾ ٽورو ٽامون ضرور هوندو آهي پر اِها سون سڏبي آهي. ڪنهن وقت انسان ۾ اخلاقِ ذميمہ جو غلبو هوندو آهي. ڪنهن وقت وري اخلاق حميده جو غلبو رهندو آهي. صحبت سان انسان ۾ سُٺا ۽ برا اخلاق اُپرندا آهن. حيوانات انسان جي صحبت سان متاثر ٿيندا آهن. انسان جي صحبت سان ڪُتي ۾ ڪم ڪرڻ جو حرص ۽ هوس ايندو آهي، پوءِ اهو ٻڪرين جو ڏنار يا شڪاري يا نگهبان بنجي ويندو آهي. قطمير نالي اصحابِ ڪهف جو ڪُتو جنت ۾ ويندو. اڳ ۾ بزرگ روميؒ فرمايو هو تہ هڪ سيني کان ٻئي سيني ۾ خيالات مُنتقل ٿيندا آهن، هاڻي فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن خفيہ رستي تان ڪجھ حاصل ڪرڻو آهي تہ عارفن جي دل جا پاڪيزه خيالات حاصل ڪر.

**مريدن جو سمجهڻ تہ ذوالنونؒ چريو ڪونہ ٿيو آهي، قصداً اها صورت بنائي اٿس:**

چونکہ ذوالنّون سوئے زنداں رفت شاد

بند برپا دست برسر زاقتقاد

ترجمو: جڏهن ذوالنون پير ڪڙين باوجود خوشيءَ سان قيدخاني ڏانهن روانو ٿيو، تہ ڪيس وڃائي ويٺل دوست مٿو پڪڙي (ويهي رهيا).“

اهي قيدخاني ڏانهن اُن جو حال دريافت ڪرڻ ويا، ذوالنون جي ديوانگيءَ جي باري ۾ مختلف راين جو اظهار ڪرڻ لڳا. ڪن ماڻهن جو رايو هيءُ ٿيو تہ هو ڄاڻي ٻُجهي ڪري ديوانو (چريو) بنيو آهي يا خدا ڪيس ديوانو بنايو آهي، اُن ۾ الله جي ڪا حڪمت هوندي. ڪن ماڻهن چيو تہ اهو ممڪن نہ آهي تہ ان جهڙو عقلمند ديوانگيءَ سان بي وقوفيءَ جا ڪم ڪري. جيئن تہ عقلمند ماڻهو باعثِ ننگ ڪم ڪرڻ لڳا آهن، انهيءَ ڪري اُن پنهنجو پاڻ کي ديوانو بنائي پاڻ کي اُنهن جي زُمري مان خارج ڪيو آهي. اهو قصداً قيدخاني ۾ ويو آهي ۽ چرين وانگر پنهنجو پاڻ کي ڳئون جي چمڙي جي ٽڪري سان مارائي رهيو آهي. حضرت موسيٰؑ جي زماني ۾ هڪ ياڻئي پنهنجي چاچي کي قتل ڪيو هو. قاتل جو پتو نٿي پيو. حضرت موسيٰؑ هڪ ڳئون ذبح ڪرائي ۽ اُن جو چمڙو ڪٽي ڪري مُردي کي هنيائين تہ اهو زنده ٿي ويو ۽ اُن مردي قاتل جو پتو ٻڌايو. جهڙي طرح اُن مقتول جي روح اسرارن جو انڪشاف ڪيو اهڙي طرح انسان پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪري ٿو تہ اُن تي اسرار منڪشف ٿيڻ لڳندا آهن. مقامِ فنا تي پُهچي ڪري اسرارِ آخرت مُنڪشف ٿي ويندا آهن ۽ انسان کي محسوس ٿي ويندو آهي تہ شيطان ان جو قاتل آهي ۽ اُن جي مڪر ۽ فريب کي سُڃاڻي ويندو آهي. تمام جلد پنهنجي نفس جي ڳئون کي ذبح ڪر (ماري جسم کي فنا ڪر) تہ مخفي روح هوش سان زنده ٿي وڃي. ان ڳالھ جي ابتدا ۽ انتها تلاش نہ ڪر، حضرت ذوالنون جي پيروڪارن جو قصو ٻڌ، جيڪي پاڳل خاني ۾ ويا هئا.

**ذوالنونؒ جي حڪايت ڏانهن واپسي:**

چوں رسیدند آں نفر نزدے کِ او

بانگ برزد ہے کیا نند اِتَّقُوْ

ترجمو: ”جڏهن اهي ماڻهو وٽس پهتا تڏهن هُن دانهون ڪيون: خبردار توهان ڪير آهيو، پرچو هتان.“

مريدن جواب ڏنو تہ اسين دوستن مان آهيون، توهان کي پُڇڻ آيا آهيون. توهان جي عقل تي جُنون جو الزام

ڪوڙو آهي. جيئن ٻنيءَ جو ڏونهون سج تائين نٿو پهچي سگهي ۽ عنقاء ڪانگ کان شڪست نٿو کائي سگهي، اهڙي طرح تنهنجي عقل تائين نہ جنون جي رسائي ٿي سگهي ٿي ۽ نہ توهانجو عقل جُنون سان مغلوب ٿي سگهي ٿو. اسان کان حقيقت نہ لِڪايو، اسين توهانجا دوست آهيون. روپوشي ۽ مڪر سان فِراق ۾ مبتلا ڪرڻ مناسب نہ آهي. جڏهن ذوالنون انهن جي ڳالهہ ٻُڌي تہ چرين وانگر هُل هنگامو شروع ڪيائين ۽ مٽن پٿرن جو وسڪارو لائي ڏنائين. ڏڪ لڳڻ جي ڊپ کان اهي سڀ ڀڄي ويا. پوءِ هو کِلڻ لڳو تہ دوستيءَ جي نشاني ڪٿي آهي؟ دوستيءَ جي نشاني اها ئي آهي تہ هر حالت ۾ راضي برضاءِ دوست رهي. جيئن سون باهہ سان نِکرندو آهي. اهڙي طرح دوستيءَ ۾ دوست جون تڪليفون برداشت ڪرڻ سان خلوص جو اظهار ٿيندو آهي.

**حضرت لقمان عليہ السلام جي ذهانت جي آزمائش:**

هن قِصي جو خلاصو هيءَ آهي تہ جهڙي طرح حضرت لقمان عليہ السلام ، دوست جي هٿان ڪڙو گِدرو بہ رغبت سان کاڌو، اهڙي طرح هڪ انسان کي من جانب الله مصيبتن تي بہ راضي برضاءِ الاهي رهڻ گهرجي.

*نے کہ لقمانؑ راکہ بندہ پاک بود*

*روز و شب دربندگی چالاک بود*

ترجمو: ”ڇا ائين نہ ٿيو تہ لقمان عليہ السلام جيڪو هڪ سُٺو غلام هو، رات ڏينهن خدمت گذاريءَ ۾ چُست هو.“

آقا اُن کي معزز ۽ اولاد کان وڌيڪ پيارو رکندو هو. حضرت لقمان عليہ السلام کي جيڪڏهن ولي ۽ بزرگ مڃيو وڃي تہ غلام زاده هجڻ ۾ ڪو اعتراض نہ آهي ۽ جيڪڏهن اهو نبي هو تہ اُن جي پيءُ کي جبراً غلام بنايو ويو هوندو. جيئن لقمان عليہ السلام هوا ۽ هوس کان آزاد هو، انهيءَ ڪري غلام نہ هو پر آقا هو.

بزرگ رومي رحمة الله عليہ اڳ ۾ هوا ۽ هوس کان آزاد هجڻ جو ذڪر ڪيو آهي، انهيءَ ڪري اِن سلسلي ۾ هيءَ حڪايت نقل ڪئي اٿس. بادشاهہ هڪڙي بزرگ کي چيو تہ مون کان بخشش (انعام) ۾ ڪجهہ گهر. بزرگ چيو تہ اها ڳالهہ تنهنجي مقام کان ڪِريل آهي. توکي شرم نٿو اچي جو مون کي چوين ٿو؟ تون پنهنجي ٻن غلامن جو غلام آهين. بادشاهہ چيو تہ اهي بہ ڪهڙا غلام آهن؟ جو غُلامن جو غلام هجڻ منهنجي لاءِ ذلت جو سبب آهي. بزرگ چيو تہ هڪ ڪاوڙ ۽ ٻيو شهوت آهي. بادشاهہ تہ اهو آهي جيڪو دنيا جي بادشاهت کان بہ بي نياز هجي. حقيقت ۾ لقمان عليہ السلام سردار هو ۽ اُن جو سردار حقيقت ۾ غلام هو. هيءَ دنيا اُبتي آهي، قيمتي شيءِ کي گهٽِ قيمت ۽ گهٽ قيمت شيءِ کي قيمتي سمجهي ٿي. ڪاميابي جي جڳهہ صحراء کي چون ٿا حالانڪ اها هلاڪت جي جاءِ آهي. دنيا وارا عزت ۽ ذلت جي خيال سان بي عقلي وارا ڪم ڪن ٿا. ڪپڙن سان انسان کي سُڃاڻن ٿا، اُن جي حقيقت تي نظر نٿا رکن. گودڙيءَ واري کي فقير سمجهن ٿا ۽ قبا پائڻ واري کي معمولي انسان تصور ڪن ٿا. ڪي ماڻهو ظاهري مڪاري کي ڏسي ڪري زُهد جا قائل ٿي وڃن ٿا. ڪنهن کي سُڃاڻڻ لاءِ قلبي نور درڪار آهي جنهن جي ذريعي ڳالهائڻ ۽ ڪم ڏسڻ کان سواءِ انسان کي سُڃاڻي سگهجي ٿو. سچي عارف تي طالب جي دل جا احوال منڪشف ٿي وڃن ٿا. جهڙي طرح خيالات انسان جي دل ۾ اچن ٿا اهڙي طرح خاص ٻانهان بہ دِل ۾ گهڙي ڪري پوشيده احوال ڄاڻي وٺن ٿا. انبيائن ۽ عارفن کي آسمانن جو سير ڪرايو ويندو آهي. حضرت دائود عليہ السلام جو معجزو هو جو اُن جي هٿ ۾ لوهہ ميڻ وانگر نرم ٿي ويندو هو. حضرت لقمان عليہ السلام ڄاڻي ٻُجهي ڪري ظاهري طور غلامي اختيار ڪئي هئي ورنہ اهو آقا هو. غلاميءَ جي شڪل اختيار ڪرڻ جو سبب هيءُ آهي تہ اجنبي جاءِ تي ڪن مصلحتن جي بناء تي گهڻو ڪري پنهنجي پاڻ کي غلام ۽ غلام کي شاهہ ظاهر ڪندا آهن. ڇاڪاڻ تہ پاڻ کي بادشاهہ ظاهر ڪرڻ ۾ خطرا هوندا آهن. گهڻا بزرگ پنهنجي بزرگيءَ جي اِخفاء جي لاءِ معمولي ڪم اختيار ڪندا آهن تان تہ عوام جي نگاهن کان

لِڪل رهن. بزرگانِ دين معمولي پيشو اختيار ڪندا آهن تان ته انهن جي استعدادِ قربِ الاهي ۾ اضافو ٿئي. جيڪي ماٺهو حرص ۽ هوا جا غلام آهن اهي پنهنجي وڏائي ظاهر ڪندا آهن. بزرگان دين هميشه فروتني اختيار ڪندا آهن. جيئن هي واقعو آهي ته بظاهر حضرت لقمان عليه السلام غلام ۽ اُن جو آقا، آقا آهي پر حقيقت ۾ حضرت لقمان عليه السلام آقا ۽ سندس آقا اُن جو غلام هو. اهڙي طرح هن جهان ۽ عالمِ آخرت ۾ پيون به گهڻيون شيون آهن جيڪي حقيقت ۾ ظاهر جي برعڪس آهن. مطلب ته حضرت لقمان عليه السلام ظاهراً غلامي اختيار ڪئي هئي ورنه باطن ۾ اُن جو رُتبو آقائيت آهي. حضرت لقمان عليه السلام جي خواهش هئي ته سندس آقا اُن کي غلام بنائي رکي. ڪمالن کي هين جي نگاهن کان مخفي رکڻ به ڪمال آهي پر پنهنجي نگاهن ۾ پنهنجا ڪمالات ڪمال نه هجن ته اهو وڏو ڪمال آهي. خود پنهنجي نظرِ بد کان پنهنجن عملن کي بچايو. پنهنجو پاڻ کي غلام سمجهي مزدوري ڪريو، تڏهن پنهنجي رذائل کي پنهنجو پاڻ کان چورائي غائب ڪري سگهندؤ. آفيم ڪارائي خودي مِٽائي ويندي آهي، تڏهن مريض جي اصلاح ڪئي ويندي آهي. مطلب ته خوديءَ کي مِٽائڻ سان اصلاح ٿيندي. موت جي وقت انسان جسماني تڪليف ۾ مبتلا ٿيندو آهي، تڏهن اُن ڏانهن توجه ويندو آهي ۽ روح کان غفلت ٿي ويندي آهي ته روح چوري هليو ويندو آهي. انسان جو جنهن شيءِ ڏانهن توجه هوندو آهي اها بچي ويندي آهي، جنهن کان غفلت ڪندو آهي اها چوري ٿي ويندي آهي. قيمتي شيءِ ڏانهن توجه ڪريو متان ضايع ٿئي. تون مطمئن ٿي ڪري بي توجهي ڪرين ٿو ته چور اها شيءِ چورائي ويندو آهي. جنهن شيءِ جو انسان فڪر رکندو آهي اُن ڏانهن چور ڪونه ايندو آهي. اڳ بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمايو هو ته سُٺي شيءِ ڏانهن نگاهه رکو تان ته معمولي شيءِ ضايع ٿئي (سُٺي بچي وڃي) هاڻي اُن جو مثال ڏيئي ڪري سمجهائي ٿو ته جيڪڏهن هيڙي ججهي بار جي ڪري بُڏڻ لڳي ته معمولي شيءِ اُڇلائي ويندي آهي. ايمان به قيمتي شيءِ آهي، الله تعاليٰ جي دربار ۾ پيش ڪرڻو آهي. ان جي حفاظت ڪر، پنهنجي رذائل جي حفاظت نه ڪر، تان ته اهي چوري ٿي وڃن.

**آزمائڻ وارن اڳيان حضرت لقمان عليه السلام جي بزرگيءَ ۽ ذهانت جو ظاهر ٿيڻ:**

*خواجهٔ لقمانؑ چوں لقمانؑ را شناخت*

*بنده بود اورا داو عشق باخت*

ترجمو: ”حضرت لقمان عليه السلام جي آقا جڏهن لقمان عليه السلام کي سُڃاتي ورتو ته سندس غلام ٿي ويو ۽ اُن تي عاشق ٿي پيو.“

جڏهن آقا بُزرگيءَ کي سُڃاتي ويو تڏهن جيڪو ڪاڌو ايندو هو پهريان لُقمان ڏانهن موڪليندو هو. لُقمان عليه السلام جو اوبارو مالڪ تبرڪاً ڪائيندو هو. جيڪو ڪاڌو لقمان عليه السلام نه ڪائيندو هو اهو ضايع ڪري ڇڏيندو هو ۽ سمجهندو هو ته اهو ڪاڌو مڪروهه آهي. هڪڙي دفعي ڪجهه گِدرا آيا. اُن وقت حضرت لقمان عليه السلام موجود ڪونه هو. آقا غلام کي موڪليو ته لقمان عليه السلام کي جلد وٺي اچ، جڏهن لقمان عليه السلام آيو تڏهن مالڪ گدري جي هڪڙي قار وڍي لقمان عليه السلام کي ڏني. لقمان عليه السلام کنڊ ۽ ماکي وانگر اها قار کائي ويو. مالڪ ڏيندو ويو، لقمان عليه السلام ڪائيندو ويو، ايستائين جو گدرو ختم ٿيڻ وارو هو. ڪڙو گدرو کائڻ سان نڙيءَ ۾ سوزش ۽ زبان تي ڦلوڪٽا ٿي پيا. جڏهن آخري قار مالڪ ڪاڌي ته ڄڻ زهر زبان تي رکيائين. تڏهن مالڪ چيو ته ڪڙو گِدرو کائڻ جان سان دُشمني آهي تو ايترو صبر چو ڪيو؟ صاف انڪار مناسب نه هو ته ڪو عذر گهڙي وٺو ها. حضرت لقمان عليه السلام فرمايو ته جڏهن ان هٿ سان سوين مِٺيون شيون کائي چڪو آهيان ته هڪ ڪڙي شيءِ جو انڪار بي شرمي آهي. منهنجي بدن جا سيئي اجزاء تنهنجي نمڪ جا پرورده آهن. ڪنهن وڏي محسن جي معمولي زيادتيءَ تي واويلا ڪرڻ ذليل حرڪت آهي. محسن جي هٿ جي ڪڙي شيءِ ڪڙي ڪونه رهندي آهي. بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته محبت شين جي حقيقت بدلائي ڇڏيندي آهي. محبت ۾ ڪڙيون شيون مِٺيون ٿي وينديون آهن. عشق ۽ محبت ڪامل عقل جو نتيجو آهي. ناقص

عقل بہ عشق پيدا ڪندو آهي پر غير واقعي معشوق سان ڪندو آهي. ناقص عقل جڏهن ڪنهن شيءِ تي محبوب حقيقي جو عڪس ڏسندو آهي تہ اُن جو گرويده ٿي ويندو آهي. اهو ڏوڪو ائين ئي آهي جيئن پکيءَ شڪاريءَ جي سيٽيءَ تي دوکو کائي ويندو آهي ۽ اُن کي پنهنجي هم جنس جو آواز سمجهي ڪري ڄار ۾ ڦاسندو آهي. ناقص عقل فاني کي باقي تصور ڪندو آهي. جنهن ناقص کي "ملعون" چيو ويو آهي اُن مان مراد ناقص عقل وارو آهي. باعثِ لعنت اها برائي ٿي سگهي ٿي جنهن جو ازالو مُمڪن هجي ۽ نہ ڪئي وڃي. ٻي عقل، عاقلن جي صحبت ۾ عقل حاصل ڪندو آهي. منڊو تہ بلڪل معذور آهي، وڄ جي جهلڪي کي ٿهڪ سان تعبير ڪندا آهن. قرآن پاڪ ۾ ڪافرن جي باري ۾ چيو ويو آهي تہ يَكَادُ الْبَرْقُ يَخْطَفُ اَبْصَارَهُمْ (البقره-٢٠) "قريب آهي تہ وِڄ انهن جي نِگاهن کي جهٽي وٺي." ناپائيدار عشق ائين آهي جيئن درياء جي ڳجهيءَ تي گهوڙو ڊوڙائڻ يا وِڄ جي روشنيءَ ۾ خط پڙهڻ جي ڪوشش ڪرڻ. عقلِ انساني انجام تي نظر رکندو آهي. نفس ڪوتاه بين آهي. مشتري سعد ستارو آهي پر زُحل منحوس ستاري جي چڪر ۾ اچي ڪري منحوس بنجي ويندو آهي. جيڪڏهن انسان قلبي وِسوسن ۾ مُبتلا هجي تہ اُن جي پويان نہ پئو پر هيءُ مراقبو ڪرڻ گهرجي تہ اهي وسوسا بہ الله جي طرفان آهن. ائين ڪرڻ سان وسوسن جي نحوست ختم ٿيندي ۽ عروج جي سعادت حاصل ٿي ويندي آهي. انسان جي احوالن جي تبديليءَ ۾ مصلحت هيءَ آهي تہ عاقبت جو قدر اُن کي هوندو آهي جيڪو مصيبت ۾ ڦاسي چُڪو هجي. ساڄي پاسي وارا جنتي ۽ کاٻي وارا جهنمي هوندا. قرآن پاڪ ۾ اصحابِ ميمنہ ۽ ميسره جو ذڪر آيو آهي. وَالسّٰبِقُوْنَ السّٰبِقُوْنَ ۝ اُولٰٓئِكَ الْمُقَرَّبُوْنَ ۝ (الواقعہ-١٠،١١) "جيڪي ساڄي ۽ کاٻي پاسي وارن کان اڳيان هوندا اهي مقرب هوندا." بزرگ روميؒ فرمائي ٿو تہ اسرارن جو اهو بيان ختم ٿيڻ گهرجي يا توجہ ڪيو وڃي تان تہ بيان پورو ٿي سگهي. عقل ڪامل هجي تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام جهڙو هجي جيڪو دشمنن جي باهہ ۾ بہ آخرت جو منظر ڏسي رهيو هو.

سالڪ کي مسلسل ترقي ڪرڻ گهرجي تان تہ خِلوت راز کان ٻاهر نہ رهي. ڪُنڊيءَ جو ڪڙو دروازي کان ٻاهر هوندو آهي، لَآ اُحِبُّ الْاٰفِلِيْنَ ۝ (الانعام-٧٦) "آئون لهڻ وارن کي پسند نٿو ڪريان." حضرت ابراهيم عليہ السلام اهو اُن وقت فرمايو هو جڏهن چنڊ ۽ سج جي الوهيت جو انڪار ڪري رهيو هو.

**بادشاهہ جي خاص غلام سان ٻين غلامن جو حسد ڪرڻ**

*قصهٔ شاه و اميران و حسد*

*بر غلامِ خاص و سلطانِ خرد*

ترجمو: "خاص غلام ۽ بادشاهہ جي عقل تي اميرن جي حسد جو قصو"

وچ ۾ بزرگ ڪجهہ اسرارن ۽ حڪمتن جون ڳالهيون شروع ڪيون هيون. هاڻي وري اُن قصي ڏانهن موٽي ٿو.

بادشاهہ ۽ غُلامن جو مثال مالهي ۽ وڻن جهڙو آهي. مالهي سيني وڻن کي سجائي ٿو ۽ اُنهن سان انهن جي حيثيت مطابق وهنوار ڪري ٿو. بظاهر سڀ وڻ هڪ جهڙا آهن. سچو عارف سمجهندو آهي تہ ڪهڙو طالب نيٺ ڪهڙي مرتبي تي فائز ٿيندو. حاسدن جي عملن جا نتيجا ڪڙا هئا. ٻين غلامن جو ارادو هو تہ مخصوص غلام کي قتل ڪن. بوبڪر ربابيؒ هڪ مجذوب وليءَ جو نالو آهي جيڪو ستن سالن تائين بلڪل خاموش رهيو هو. بوبڪر ربابيؒ وانگر بادشاهہ خاموش هو پر انهن جي رازن کان واقف ٿي ويو هو. ڪامل عارف کي دوکي ڏيڻ وارو گڏهہ آهي. سپاهي، بادشاهہ ۽ سپہ سالار کان طريقو سِکندو آهي. سالڪ، ڪامل عارف کان، آداب سِکندو آهي. اهو شاگرد منحوس آهي جيڪو استاد کان سِکيل هُنرن جي ذريعي استاد جو ئي مقابلو ڪرڻ لڳي. استاد بہ اهو جيڪو روحاني استاد آهي، جنهن جي اڳيان هر شخص جو ظاهر ۽ باطن يڪسان آهن. حديث شريف ۾ آهي تہ اِتَّقُوْا مِنْ فِرَاسَةِ الْمُؤْمِنِ

فَاِنَّهٗ يَنْظُرُ بِنُوْرِ اللّٰهِ "مومن جي فراست کان ڊڄو، اهو الله جي نور سان ڏسي ٿو." جيڪا دل مصيبتن جي ڪري پُراڻي گودڙيءَ وانگر سوراخ در سوراخ آهي اهو اُن جي راز کي لِڪائڻ چاهي ٿو. ان دِل جي سوراخن تي پردو وجهي ٿو تان ته راز نه کُلي وڃي. پردي جي پٺيان دل جو هر سوراخ راز ٻڌائي رهيو آهي. استاد شاگرد کي چوندو آهي ته تون ڪُتي کان به وفاداريءَ ۾ گهٽ آهين. جيڪڏهن تون مون کي تمام وڏو استاد نه سمجهين ته به گهٽ ۾ گهٽ مون تنهنجي تربيت ته ڪئي آهي. پوءِ اها احسان فراموشي ڇو آهي. توکي جيڪو عزت جو تخت نصيب ٿيو آهي اها منهنجي دل جي ڪاريگري آهي. شاگرد استاد کي ڌوکو ڏيڻ جي لاءِ چوي ٿو ته منهنجي دل ۾ تنهنجي محبت آهي. ڪامل عارف، طالب جي دل جي حالت کي معلوم ڪري وٺندو آهي. طالب جي دل ٻُڌائي ڇڏيندي ته اهو ڪوڙو آهي. ڪامل عارف، طالب جي هر مڪر کي سمجهندو آهي پر ڪنهن وقت پنهنجي شرافت جي ڪري ان جو اظهار نٿو ڪري ۽ اُن جي ها ۾ ها ملائيندو آهي. راهنما جي مسڪراهٽ ۽ مرڪ تصديق جي لاءِ ڪونه هوندي آهي، تحقيق جي لاءِ هوندي آهي. جهڙي طرح ڪامل عارف سان پيش ايندؤ هُو به اُهڙو ئي ورتاءُ ڪندو. سر جو جواب پٿر سان هوندو آهي. عارف طالب جي ڪمن مان خوش ٿي ڪري کِلي ته سمجهو سالڪ مالامال ٿي ويو. جڏهن سج گردش ڪندي حمل ۾ ايندو آهي ته بهار جي موسم شروع ٿي ويندي آهي. بهار جي موسم ۾ پکي ٻوليون ڪندا آهن. جڏهن طالب حس باطن کان بي بهره هجي ته اهو نه فيض جي آمد کي سمجهندو ۽ نه اُن جي محروميءَ کي سمجهندو. ميون جو کِلڻ هيءُ آهي ته انهن تي پچڻ جي رونق اچي وڃي. ڪوري (انڌي) باطن کي جڏهن اهو نظر نٿو اچي ته سندس روح تي خِزان طاري آهي ته اهو سچي عارف جي ڪاوڙ جي اثرات کي به نٿو سمجهي سگهي. پير جي ناراضگيءَ سان قلب ڪارو ٿي ويندو آهي. جيئن ڪاتب جو اثر ڪاغذ تي پوندو آهي تيئن ڪامل جو اثر روح تي پوندو آهي ۽ طالب جي قلبي حالت ئي اُن جي سُنائي يا برائي جو معيار آهي. شيخ جا انوار مختلف انواع جا هوندا آهن، جيئن انڌلڪ ۾ مختلف رنگ هوندا آهن. ڪامل عارف، الله جا مظهر آهن. بي بي بلقيس حضرت سليمان عليه السلام جي خط کي اُن جو مظهر سمجهي ڪري تعظيم ڪئي ۽ هُد هُد جي حقارت (ڪمزور پکي هجڻ) کي مدنظر نه رکيو، ان مقصد ۾ تون هڪ قِصو ٻُڌ، تان ته تون به معافيءَ مان حصو لهين.

## بي بي بلقيس جي دل تي حقير هُد هُد جي صورت جي ذريعي حضرت سليمان عليه السلام جي تعظيم جو عڪس

ملڪ يمن جي شهر سبا جي حڪمران بي بي بلقيس هئي جنهن جو قصو قرآن ۾ مذڪور آهي.

رحمتِ صد تو براں بلقیس باد
کہ خدایش عقل صد مرداں بداد

ترجمو: "ان بلقيس تي سؤ دفعا رحمت هجي جنهن کي خدا سوين مردن جو عقل عطا فرمايو."

بي بي بلقيس جيتوڻيڪ عورت هئي پر الله تعاليٰ اُن کي سوين مردن جو عقل عطا فرمايو هو. حضرت سليمان عليه السلام هُد هُد جي ذريعي بلقيس وٽ پنهنجو خط موڪليو. هو ظاهري طرح ته هُد هُد هو پر جيئن ته حضرت سليمان عليه السلام جو قاصد هو انهيءَ ڪري باطني نگاهه اُن کي عنقاء سمجهيو. هِه شيون جيڪي بظاهر حقير آهن پر باطن ۾ عظيم آهن انهن جي باري ۾ عقل ۽ حس ۾ جنگ ٿيندي رهندي آهي. ڪافر حضور صلي الله عليه وسلم جي ظاهري بشريت کي ڏسندا هئا. محض ظاهر بين نگاهه عقلي ۽ مذهب جي دشمن آهي، خدا اُن کي انڌو قرار ڏنو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته قُلْ هَلْ يَسْتَوِى الْاَعْمٰى وَ الْبَصِيْرُ (الانعام – ٥٠) "توهان ٻڌايو ته ڇا انڌو ۽ ڏسندڙ برابر آهن؟ هن آيت ۾ اعميٰ مان مراد اُهي آهن جيڪي فقط حسي اک کان ڪم وٺن ٿا ۽ قلبي نظر کان محروم آهن. ڪافرن جي ظاهر بين نظر حضور صلي الله عليه وسلم جو فقط ظاهر ڏٺو، روحاني قوتن کي نه ڏٺو. حضور صلي الله عليه وسلم قيامت جا آقا آهن. ڪافر فقط حضور صلي الله عليه وسلم جي

موجوده زندگي کي ڏسن ٿا. حضور ﷺ هڪ عظيم خزانو آهن، اُن مان انهن کي فقط ڪوڏي ۽ دمڙي نظر آئي. حضور ﷺ جو معجزو شقِ القمر مشهور آهي. قرآن پاڪ ۾ اِذَا السَّمَآءُ انْشَقَّتْ (انشقاق -١) ۾ ڏانهن اشارو آهي.

حضور ﷺ جو معراج جسماني هو، معراج جسماني محض ا· جو عطيو هو، ورنه جسماني حواس جي تقاضا ته ان جي خلاف، هئي. سِفلي اهي شيون آهن جن جي طبعي تقاضا زمين ڏانهن رهڻ جي آهي. جيئن عنصرن مان هوا ۽ باهه علوي آهن، جن جي طبعي تقاضا مٿي وڃڻ آهي. الله تعاليٰ پنهنجي قدرت سان درد کي دوا بنائي ڇڏيندو آهي. زمين ۽ پاڻي سِفلي آهن. مٽي ۽ پاڻي مان بنيل پيغمبرن کي آسمانن جو سير الله تعاليٰ ڪرايو. هوا ۾ لطافت ۽ باهه ۾ روشني آهي. قدرت انهن ۾ سِفلي عنصرن جون خاصيتون ڪيئن پيدا ڪري ڇڏيندي آهي؟ ان راز کي سمجهڻ ۾ گهڻا جگر خون ٿيا آهن. جيڪو سفلي آهي ان کي الله تعاليٰ آسمانن تي پرواز ڪرائي ٿو. شيطان ناري عُلوي آهي ان کي سِفلي بنايو ويو. ڪن فلسفي دوستن جو خيال آهي ته ڪائنات ۾ عناصرِ اربعه ئي بالاضطرار متصرف آهن. ڪن فلسفين جو خيال آهي ته الله تعاليٰ صرف عقل اول کي پيدا ڪيو آهي ۽ اُن مان سڄي ڪائنات وجود ۾ آئي آهي. هاڻي ڪائنات ۾ الله تعاليٰ جو تصرف نه آهي. انسان جي ڪم جي ڪا علت غائي ۽ غرض هوندو آهي. الله تعاليٰ بي نياز آهي. پنهنجي عام قاعدي ۾ الله تعاليٰ تبديلي فرمائڻ تي قادر آهي. سمنڊ کي جيڪڏهن حڪم ڏي ته پاڻيءَ جي بجاءِ باهه سان ڀرجي وڃي. باهه کي حُڪم ڏي ته گُلزار بنجي وڃي. جبل کي حڪم ڏي ته اهو ڪپه بنجي وڃي، جيئن قيامت ۾ ٿيندو. آسمان زمين بنجي وڃي. قيامت ۾ سج ۽ چنڊ پاڻ ۾ مِلي ويندا ۽ ٻنهين جو نور ختم ٿي ويندو. جيئن سوره تڪوير ۾ ذڪر ڪيل آهي ته "سج بي نور ٿي ويندو." خدا جي قدرت سان هرڻ جي ڏُن ۾ رت مُشڪ بنجي ويندو آهي. فقط صفات جي تبديلي نه، خدا چاهي ته ماهيت به بدلائي ڇڏي. سج ۽ چنڊ ٻن ڪارن ڏڳن وانگر آهن. الله تعاليٰ انهن کي پاڃاريءَ ۾ جوٽي ڇڏيو آهي.

### قرآن پاڪ جي آيت قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ اَصْبَحَ مَآؤُكُمْ غَوْرًا کان فلسفيءَ جو انڪار

*مُقرئي مي خواند ازروئے ڪتاب*
*ماءُ ڪم غوراً از چشمه بندم آب*

ترجمو: هڪ قاري قرآن ۾ پڙهي رهيو هو: ماء ڪم غوراً "آئون چشمي مان پاڻي بند ڪري ڇڏيان."

قرآن پاڪ ۾ آهي ته اِنْ اَصْبَحَ مَآؤُكُمْ غَوْرًا فَمَنْ يَّاْتِيْكُمْ بِمَآءٍ مَّعِيْنٍ (الملڪ- ٣٠) "جيڪڏهن توهان جو پاڻي زمين ۾ هيٺ لهي وڃي ته پوءِ توهان وٽ وهڻ وارو پاڻي ڪير آڻيندو. هيٺ ان آيت جي معنيٰ جو بيان آهي. فلسفي چوڻ لڳو ته نَاْتِيْهِ بِالْمِعْوَلِ وَالْمُعِيْنِ "اسين ان پاڻيءَ کي ڪوڏر ۽ ٻئي مددگار جي ذريعي ڪڍنداسون." رات جو اهو فلسفي سُمهي رهيو. هڪ بهادر مرد سندس اکين تي چنبو هنيو. فلسفي جي ٻنهين اکين جو نور ختم ٿي ويو. جيڪڏهن گستاخيءَ تي نادم ٿي توبهه ڪري ها ته الله تعاليٰ جي ڪرم سان اکين جي روشني موٽي اچي ها. هر انسان کي توبهه جي توفيق ڪونه ملندي آهي. گناهن سان سنگدلي پيدا ٿيندي آهي. بزرگ رومي رحمه الله فرمائي ٿو ته حضرت شعيب عليه السلام جي دعا سان جبل پوڪ جي قابل ٿي ويو هو پر اُن جو ثُبوت نه آهي. حضرت ابراهيم عليه السلام جي دُعا سان نمرود جي باهه گلزار بنجي ويئي هئي.

مِصر جي بادشاهه مُقوقس (جنهن ڏانهن رسول الله ﷺ دعوتي خط موڪليو هو ۽ جنهن جا عڪس شايع ٿي چُڪا آهن) رسول الله ﷺ کي درخواست ڪئي هُئي ته پٿريلي زمين پيداوار جي قابل بنجي وڃي. اهڙي طرح انسان جو انڪار الٽو سون کي ٽامون ۽ صُلح کي جنگ بنائيندو آهي. توبهه جي سهاري گناهه ڪرڻ مناسب نه آهي، چاڪاڻ ته حقيقي توبه مُيسر اچڻ آسان نه آهي. اها دعا گناهه مِٽائيندي آهي جيڪا سوز دل ۽ ڳوڙهن واري هجي. ميوي پچڻ

لاءِ گرمي ۽ پاڻي ضروري آهي. اهڙي طرح عملن جو ڦل دِل جي گرمي ۽ اکِ جي ڳوڙهن سان پچندو آهي. گناهن تي الله تعاليٰ جو ڊڙڪو ۽ ڪاوڙ آهي. جهڙي طرح موسمِ بهار جون بهارون ڪڪر ۽ وچ تي موقوف آهن، اهڙي طرح دل جي پوک اندروني سوزش ۽ اک جي لڙڪن تي موقوف آهي. بهار جي موسم ۾ چشمان وهن ٿا. اهڙي طرح دل جا ڏاڍا گرمي ۽ روئڻ سان کُلن ٿا. گُل بنفشه ۽ گُل سمين بهار جي موسم ۾ ٽڙندا آهن. لالہ جو رنگ ڳاڙهو آهي. ڳيريءَ جي "گُهوگُهو تُو" کي "محبوب تلاش ڪر" سمجهيو وڃي. لڪ لڪ پاڻيءَ جو پکي آهي جنهن کي لق لق بہ چوندا آهن. اُن مان لڪ لڪ جو آواز نڪرندو آهي، جنهن جي معنيٰ "تنهنجي لاءِ" آهي. بزرگ رومي ؒ فرمائي ٿو تہ ان جو مطلب آهي مُلْكُ لَكَ يَا مُسْتَعَانُ "اي خدا ملڪ تنهنجو آهي" موسمِ بهار جا گُل زمين جي دل جا اسرار آهن. موسمِ بهار ۾ نوبهارانِ چمن کي خدا لباس عطا فرمائيندو آهي. هڪ عابد ۽ عارف برگِ درختانِ سبز (وڻن جي ساون پنن) کي معرفتِ ڪردگار جو ذريعو بنائيندو آهي. جيڪو معرفت کان خالي آهي اُن جي نظر مصنوع تي رُڪجي ويندي آهي، صانع تائين نٿي پُهچي. ازل ۾ خدا روحن کي گڏ ڪري چيو هو تہ اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ (الاعراف- ١٧٢) "ڇا آئون توهان جو رب نہ آهيان؟" آثارن کان موثر تائين پهچڻ جا ڪجھ مثال بزرگ ذڪر فرمايا آهن. حديث شريف ۾ آهي تہ دانائي مومن جي گم ٿيل شيءَ آهي جتي اُن کي ڏسندو آهي اُن کي حاصل ڪندو آهي. اهڙي طرح آياتِ الاهيہ مان الله جي ذات تي دلالت ٿئي ٿي. هڪ عارف کي انهن آيتن کي ڏسي ڪري ذاتِ حق ياد اچي ويندي آهي.

الله تعاليٰ جي نشانين سان الله تعاليٰ کي سڃاڻڻ جو هيو مثال آهي تہ جيڪڏهن خواب ۾ اچي ڪري توهان سان ڪو وعدو ڪري ۽ اهو نشانيون ٻُڌائي ڇڏي، پوءِ جڏهن اهي نشانيون سامهون اچن تڏهن توهان تي ڪهڙي ڪيفيت طاري ٿيندي؟ مقصد پوري ٿيڻ جي پهرين نشاني هيءَ آهي تہ صبح جو هڪ سوار ايندو، ٻي نشاني هيءَ آهي تہ اهو ياڪر پائي اچي ملندو. ٽئين نشاني هي آهي تہ اهو کِلندو. چوٿين نشاني هيءَ آهي تہ اهو هٿ ٻڌي ڪري سامهون بيهي رهندو. پنجين نشاني هي آهي تہ تون اهو خواب ڪنهن سان بيان نہ ڪري سگهندين. حضرت زڪريا عليه السلام کي جڏهن حضرت يحيٰ عليه السلام جي پيدائش جي بشارت ڏني ويئي هئي تہ ٽن ڏينهن تائين ڳالهہ نہ ڪرڻ جو بہ حُڪم ڏنو ويو هو. اُن شخص جو مقصود هي هو تہ اُن کي مُلڪ ۽ جاهہ حاصل ٿئي. اُن جي حصول جون اهي نشانيون ٻُڌايون ويون، جن جي لاءِ تون راتين جو روئندو هئين ۽ صبح سويري عاجزيءَ سان دعائون ڪندو هئين. سامان ٿي نہ، پر نند ۽ ڇهري جي رونق سيئي ان تمنا ۾ وڃائي ڇڏيئہ. ڪنهن مطلوب جي عاشق کي گهٽين شين سان منهن ڏيڻو پوندو آهي. رات جي ٻُڌايل نشانين ۾ تون نظرون ڊوڙائيندو رهين. صُبح جي نشانين جي تلاش ۾ هن خوف کان ڏڪندو رهين تہ اهي نشانيون متان نہ ڏسان ۽ وڃايل جانور وانگر ڳوليندو رهين، ڇاڪاڻ تہ اهي خواب جون ڳالهيون ڪنهن کي ٻُڌائي نٿو سگهين. خواب کي نہ ٻڌائڻ بہ هڪ نشاني آهي. چوڻ يا ٻڌائڻ سان اها نشاني فوت ٿي ويندي ۽ ان جو فوت ٿيڻ موت جي برابر آهي، ڇاڪاڻ تہ مقصد هٿ مان هليو ويندو. اشتياق ۽ شوق ۾ چرين وانگر هر سوار کي ڏسندو رهئين ۽ چيئي ٿي تہ گهورڻ ۾ مون کي معذور سمجهو ۽ معاف ڪريو، ڇاڪاڻ تہ مون هڪ ساٿي وڃايو آهي، اُن کي ڳوليان ٿو. مشهور مقولو آهي تہ مَنْ جَدَّ وَ جَدَ "جنهن ڪوشش ڪئي اُن لڌو." اوچتو هڪ سوار آيو. گرم جوشيءَ سان ياڪر پائي مليو. تون بيهوش ٿي وئين ۽ مِحراب ۾ ڪِري پئين. جيڪي ماٺهو اصل قِصي کان ناواقف هئا اهي چوڻ لڳا تہ اهو مڪر ۽ نفاق آهي. اُن شيءَ کي ڏٺو جنهن جي اها نشاني هئي. مقصد حاصل ٿيڻ جي، جيڪا نشاني اهو ڏسي رهيو هو اُن ۾ جان پئجي رهي هئي. پاڻيءَ کي ڏِسي ڪري جهڙي طرح مڇيءَ ۾ ساهہ پوندو آهي. خواب ڏسڻ واري جي لاءِ اهي نشانيون جيڪي آياتِ قرآني وانگر يقيني آهن ۽ جان پوڻ جو سبب آهن تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ (يونس-١) "اهي قرآن جون آيتون آهن." يعني اهي نشانيون اهڙيون ئي سچيون آهن جهڙو قرآن جي آيتن ۾ شڪ ۽ شبهو نہ آهي. انبيائن ۾ جيڪي نشانيون آهن انهن مان اهوئي متاثر ٿئي ٿو جنهن کي حق تعاليٰ سان شناسائي حاصل

هجي. انبيائن جون نشانيون ذرن وانگر بي شمار آهن ۽ پوءِ ديوانو عاشق انهن کي ڇا ڳڻي سگهي ٿو؟ باغ جا پن ۽ پکين جا آواز ڳڻي نٿا سگهجن. انبيائن جي لاتعداد نشانين مان ڪجھ بيان ڪريان ٿو. زُحل ستاري جون نُحوستون بي شمار آهن. مُشتري ستاري جون سعادتون بہ بي شمار آهن. بي شمار هجڻ جي باوجود بہ ڪجھ اثر بيان ڪيو ويندو آهي. الله تعاليٰ جي ذات ۽ نشانين جو بيان صحيح طور تي مُمڪن نہ آهي. ڪا تجلي غيرت ۾ آئي تہ ڦوڪي ڇڏيندي. اڳ بزرگ رومي رحمة الله عليه ستارن جي باري ۾ ڪجھ فرمايو، هاڻي چوي ٿو تہ نجوم جي ڳالهين ۾ مشغوليت بيڪار آهي، انهن مان ڪو فائدو نہ آهي. ستارن جون حالتون صحيح ڪونہ هونديون آهن. فائدو الله تعاليٰ جي مهربانيءَ تي موقوف آهي. الله جو ذڪر ڪريو، اهو مُفيد آهي، چاهي اسين اُن جي حمد و ثناء ۾ اُن جي شايانِ شان ڳالهيون نہ بہ چئي سگهون. الله تعاليٰ جي صفات کي ممڪنات جي صفات سان تشبيھ ڏيئي ڪري سمجهايو ويندو آهي. ظاهر آهي تہ اهي ناقص مثال آهن. خدا جي ذات ان کان پاڪيزه آهي. جيئن تہ انسان مادي شين کي سمجهڻ جو عادي هوندو آهي، انهيءَ ڪري مادي شين جو مثال ڏيئي ڪري اُن کي الله تعاليٰ جون صفتون سمجهائي سگهجن ٿيون. الله جي تعريف ۾ اسين اهو چئون تہ اهو انسان وانگر عاجز نہ آهي تہ اهو ائين ئي آهي جو ڪنهن بادشاھ جي تعريف ۾ اسين هيئن چئون تہ اهو واڍو نہ آهي. اها ڪهڙي تعريف آهي؟

### هڪ ڌنار جي دُعا گهرڻ ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام جو ڪيس چيڻ

بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمايو هو تہ الله تعاليٰ جي حقيقي تعريف امڪان کان ٻاهر آهي، پوءِ بہ جهڙي طرح ٿي سگهي تعريف ڪرڻ گهرجي. ان مناسبت سان هيءُ قصو نقل ڪيو اٿس تہ ڌنار جي ناشائستہ تعريف جيئن تہ خلوصِ نيت سان هئي انهيءَ ڪري الله تعاليٰ کي قبول پئي.

ديد موسيٰؑ يک شُبانے را براه
کو همي گفت اے کريم و اے آله

ترجمو: ”حضرت موسيٰ عليه السلام هڪ ڌنار کي رستي ۾ ڏٺو جيڪو چئي رهيو هو: اي ڪريم، اي خدا تون ڪٿي آهين.“

آئون تنهنجو نوڪر ٿيان، تنهنجو جوتو ڳنڍيان، تنهنجي مٿي ۾ ڦٽي ڏيان، تنهنجي خدمت ڪريان، تنهنجا ڪپڙا سِبان، تنهنجا ڪپڙا ڌوئان، جُون ماريان، توکي کير پياريان، تون بيمار هُجين تہ تنهنجو غمخوار ٿيان، توکي زور ڏيان، تنهنجو بسترو چنڊي صاف ڪريان تہ تون سُمهين. منهنجو گهر ٻار ۽ منهنجي جان تو تان قربان. جيڪڏهن مون کي تنهنجي گهر جي خبر هجي تہ صبح شام تنهنجي لاءِ کير، گيھ، پنير ۽ ڏهي آڻيان، توهان کائو ها. منهنجيون سڀ ٻڪريون توهان تان قُربان... ڌنار اهڙيون ڳالهيون ڪري رهيو هو. حضرت موسيٰ عليه السلام کيس چيو تہ تنهنجي انهن ڳالهين سان ڪفر ۽ اِلحاد پکڙندو ۽ دين ۾ رُخنو پيدا ٿيندو، خبر اٿئي تون ڪنهن سان مخاطب آهين؟ ڌنار وراڻيو: جنهن اسان کي ۽ زمين آسمان کي پيدا ڪيو آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام چيو تہ هڪ شخص جو گناھ ٻين تي بہ اثر انداز ٿيندو آهي. جيڪڏهن عذاب هيٺئر نہ آيو تہ اُن جا آثار اچي ويا آهن جنهن سان دِل سياھ ٿي وئي آهي. بي وقوف دوست کان عقل مند دشمن بهتر آهي. غذا جي اُن کي ضرورت آهي جنهن جو جسم هجي ۽ اُن جي نشونما ٿيندي هجي. الله تعاليٰ کي نہ پيرن جي ضرورت آهي، ها، نہ جُوتي جي ضرورت آهي، انهن سيني ڳالهين کان الله تعاليٰ پاڪ آهي. ڪي خدا جا نيڪ ٻانها اهي هوندا آهن جيڪي پنهنجي شخصيت ۽ خواهشات کي فنا ڪري، حضرتِ حق جي مرضيءَ مطابق پاڻ کي بنائيندا آهن. انهن جي باري ۾ حديث شريف ۾ آهي تہ الله تعاليٰ قيامت ۾ بني آدم کي خطاب ڪري فرمائيندو تہ اِنِّيْ مَرِضْتُ لَمْ تَعُدْنِیْ ”آئون بيمار ٿيو هئس، تون مزاج پُرسي تي ڪونہ آئين؟“ ان مان مراد هيءَ آهي تہ منهنجو اهو خاص ٻانهو بيمار ٿيو هو، تو اُن جي مِزاج پُرسي چو نہ ڪئي هئي. اهڙن ئي ٻانهن

جي باري ۾ حديث شريف ۾ آيو آهي تہ اهو اهڙو ٻانهو هوندو آهي جنهن لاءِ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: بِيْ يَسْمَعُ وَبِيْ يُبْصِرُ "اهو منهنجي ذريعي ٻُڌندو آهي ۽ منهنجي ذريعي ڏسندو آهي" يعني اُن جي قوت سامعہ اُن ڳالھ کي ٻُڌندي آهي جيڪا منهنجي مرضيءَ مطابق هجي ۽ قوت باصره اُن کي ڏسي ٿي، جنهن ۾ منهنجي رضا هجي. الله تعاليٰ جي انهن مخصوص ٻانهن سان گستاخانہ ڳالهيون دل کي مرده ۽ اعمال نامي کي سياهہ ڪري ڇڏينديون آهن.

فاطمہ جي معنيٰ آهي کير ڇڏائڻ واري، هيءَ جنتي عورتن جي سردار ۽ حضور عليہ السلام جن جي صاحبزاديءَ جو نالو آهي. جيڪو هر عورت پاڻ لاءِ پسند ڪندي پر ڪنهن مرد کي چئو تہ اهو بُرو سمجهندو. انسان جي هٿ ۽ پير ۾ نُقص هجي تہ عيب آهي. الله تعاليٰ جي لاءِ اها ڳالھ ثابت ڪندؤ تہ تنزيہ جي منافي آهي. لَمْ يَلِدْ ۙ وَلَمْ يُولَدْ ۝ (الاخلاص - ٣) "نہ اُن ڪنهن کي ڄڻيو ۽ نہ اُن کي ڪنهن ڄائو. ڌنار حضرت موسيٰ کي چيو: توهان نبي آهيو تنهنڪري توهان جي اطاعت ضروري آهي. الله جو ذڪر ڇڏڻ شرمندگي آهي، جيڪا ڳالھ روح کي ساڙي رهي آهي. ذڪر کان محروميءَ جي ڪري ڪپڙا ڦاڙڻ لڳو ۽ بيابان جو رُخ ڪيائين.

## ڌنار جي ڪري الله تعاليٰ جي حضرت موسيٰ عليہ السلام تي ناراضگي

وحی آمد سوئے موسیٰؑ از خدا
بندۂ مارا زما کردی جُدا

ترجمو: "الله تعاليٰ جي طرفان حضرت موسيٰ عليہ السلام تي وحي آيو تہ تو اسان جي ٻانهي کي اسان کان جُدا ڪري ڇڏيو."

ذڪر جي ڪري جيڪو اُن کي قُرب حاصل هو اهو نہ رهيو. انبيائن جي بعثت جو مقصد مخلوق کي خالق سان وابستہ ڪرڻ آهي. حديث شريف آهي تہ اَبْغَضُ الْحَلَالِ عِنْدَ اللهِ الطَّلَاقُ "حلال شين مان طلاق الله کي سڀ کان وڌيڪ ناپسند آهي." طلاق سان زال مُڙس ۾ جدائي ٿيندي آهي. هر انسان پنهنجي استعداد ۽ پنهنجي مروجہ الفاظ ۾ تعريف ڪري ٿو. جڏهن تہ دل ۾ عقيدت آهي تہ اُن جي تعريف بهرحال مقبول آهي ۽ اُن جو اهو حمد، اُن جي لاءِ باعثِ تعريف آهي. هڪ عام ماڻهو پنهنجي استعداد مطابق جيڪا تعريف ڪري ٿو، جيڪڏهن اهي لفظ لکيل پڙهيل ڳالهائي تہ اُن جي لاءِ اها بُرائي آهي. حضور عليہ السلام هڪ گونگي ٻانهيءَ کان پُڇيو تہ "خدا ڪٿي آهي؟" هُن جواب ڏنو تہ آسمانن ۾ آهي، تہ اهو چوڻ اُن جي لاءِ نور بڻيو. حضور عليہ السلام اُن جو اسلام مُعتبر مڃيو. جيڪڏهن اهو ئي جملو هڪ عالم فاضل چوي تہ ڪُفر آهي ۽ موجبِ نار آهي. انسانِ تقديس ۽ تسبيح ۾ جيڪي ڪُجھ چوي ٿو، الله تعاليٰ جي ذات اُن کان بلند آهي، انهيءَ ڪري هاڻي جيڪي بہ چوي اُن کي نہ روڪيو. الله تعاليٰ جي احڪامن جي پابنديءَ ۾ الله تعاليٰ جو ڪو فائدو نہ آهي پر ٻانها پابندي ڪري رحم ۽ ڪرم جا مستحق ٿين ٿا. هر مُلڪ وارا پنهنجي لُغت ۾ ۽ اصطلاح ۾ تعريف ڪري سگهن ٿا. الله تعاليٰ ٻانهي جي تسبيح کان پهريان ئي پاڪ آهي. الله تعاليٰ جي تسبيح موتيءَ جا داڻا آهن. حديث شريف ۾ آهي تہ الله تعاليٰ توهان جي صورتن ۽ مالن کي نٿو ڏسي پر توهان جي نيتن ۽ اعمالن کي ڏسي ٿو. اي موسيٰ عليہ السلام! آداب ڄاڻڻ وارا ٻيا آهن. اهي ماڻهو جن جا روح عشق خداوندي ۾ جلي ويا آهن انهن جي ڳالھ ٻي آهي. ويران ڳوٺ کان ڪو ٽيڪس وصول ڪونہ ڪيو ويندو آهي پر معاف ڪيو ويندو آهي. اهڙن عاشقن کان رسم جي پابنديءَ جو مطالبو ڪونہ ڪيو ويندو آهي. جذبہ عِشق ۾ الله جي شان ۾ نامناسب الفاظ بہ الله کي پسند آهن. جهڙي طرح خون پليل آهي پر شهيد جو خون الله تعاليٰ پاڪ قرار ڏنو آهي. اُن کي وهنجاريو ڪونہ ويندو آهي. خون آلوده شهيد پاڻيءَ سان غُسل ڏياريل ٻين مُردن کان افضل آهي. جڏهن انسان بيت الله ۾ پُهچي ڪري نماز پڙهي تہ پوءِ جيڏانهن جيءُ چاهي اوڏانهن مُنهن ڪري نماز پڙهي سگهي ٿو. غلبہ حال ۾ فقط ذاتِ باري ڏانهن توجہ هوندو آهي، مذهبي رسمن ۽ قيدن جي پابندي ڪونہ هوندي آهي. لعل تي جيڪڏهن نِپو نہ آهي تہ پرواهہ نہ آهي، اها خود قيمتي آهي. عاشق غم جي دريا سان غمگين ڪونہ ٿيندو آهي.

**ان ڏنار کان معذرت جي سِلسلي ۾ حضرت موسىٰ ؑ تي وحي اچڻ:**

*بعد ازاں در سِرّ موسیٰؑ حق نهفت*

*رازہائے گفت کاں ناید بگفت*

ترجمو: ”ان کانپوءِ الله تعاليٰ حضرت موسىٰ ؑ جي باطن ۾ اهي راز پڌرا ڪيا جيڪي بيان نٿا ڪري سگهجن.“

حضرت موسىٰ ؑ کي عروج حاصل ٿيو ۽ گهڻا نوان انڪشاف ٿيا. عالمِ ملڪوت جا احوال بيان ۽ عقل کان بالاتر آهن. ذات ۽ صِفات جو بيان عقل ۽ تحرير جي وس جو نہ آهي. اهي ڪيفيتون خود پاڻ تي طاري ڪريو، تڏهن ڪجھ معلوم ٿي سگهندو. حضرت موسىٰ ؑ جڏهن الله تعاليٰ جي ناراضگي معلوم ڪئي تہ جهنگ ۾ اُن ڌراڙ جي پويان پئجي ويو. چرين جا قدم بہ آڏا اُبتا هوندا آهن. چريو ڪيڏي مهل سِڌو پڇندي نظر ايندو، ڪيڏي مهل پيٽ ڀَرِ رِڙهندي نظر ايندو. مجنون ليليٰ جو نالو زمين تي لِکندو وتندو هو. نيٺ اهو ڌراڙ حضرت موسىٰ ؑ کي ملي ويو. حضرت موسىٰ ؑ فرمايو تہ توکي ان طريقي تي مُناجات جي اجازت ملي ويئي آهي، جيڪو بہ تنهنجي زبان تي اچي چوندو رهہ، ٻين جي لاءِ جيتوڻيڪ اهي ڪلماتِ ڪفر بہ هجن پر تنهنجي لاءِ عينِ دين آهن. توکي خدا جي طرفان امن حاصل آهي ۽ تنهنجي ڪري دنيا کي بہ امن حاصل آهي. وَيَفْعَلُ اللّٰهُ مَا يَشَآءُ (الابراهيم-٢٧) ”الله جيڪي چاهيندو آهي اهو ڪندو آهي.“ هن توکي انهن ڪلمن جي اجازت ڏني آهي.

آئون سد المنتهىٰ (ستين آسمان تي ٻير جي وڻ جهڙو ڪو وڻ آهي جيڪو حضرت جبرئيل ؑ جي پرواز جي آخري حد آهي) کان اڳتي لنگهي ويس، جتي غا بہ حال ۾ نامناسب الفاظ استعمال ڪيم، منهنجي طبيعت لاءِ توهان جي تنبيھ هڪ تازيانو ثابت ٿي. عالمِ ذاتِ الاهي جنهن ۾ پُهچي ڪ ي سالڪ کي فنا جو مقام حاصل ٿي ويندو آهي،. ذوقي حالت کي لفظن ۾ بيان نٿو ڪري سگهجي. الله تعاليٰ جي تعريف هر شخص پنهنجي استعداد مطابق ڪري ٿو. آرسيءَ ۾ ڏسندڙ جو عڪس نظر اچي ٿو، جيڪي ڪجھ نظر اچي ٿو اهي آرسيءَ جا نقش و نگار ڪونہ هوندا آهن. الله تعاليٰ هن تي قادر آهي تہ پنهنجي تعريف پنهنجي شان مطابق ڪري پر اسان جي استعداد ان کي قبول نٿي ڪري سگهي. جيئن بانسري وڄائڻ وارو پنهنجي طاقت جي اعتبار سان بانسريءَ ۾ ڦوڪ نٿو ڀري، ورنہ اُن جا پردا ڦاٽي ويندا. هو بانسريءَ جي اعتبار سان ڦوڪ ڀريندو آهي. اسين جيڪا بہ تعريفِ ڪريون ٿا اها ڏنار جي تعريف وانگر ڪريون ٿا. اسان جي تعريف خدا جي اعتبار سان ناقص آهي. توهان جي تعريفِ توهان جي اعتبار سان بهتر آهي. ڪاش اُن جي بدران توهان جي دِل ۾ سوز و گداز هجي. قيامت ۾ جڏهن حِجابات رفع ٿي ويندا تڏهن توهان کي پتو پئجي ويندو تہ ذاتِ باري اها نہ هئي جيڪا توهان سمجهي هئي. اسان جي ناقص تعريف کي الله تعاليٰ پنهنجي رحمت سان قبول ڪري ٿو، جهڙي طرح هو مستحاضہ جي نماز کي باوجود طهارت نہ هئڻ جي قبول ڪري ٿو. اسين جيتري قدر تعريف ڪريون ٿا اُن ۾ لامحالہ تشبيهون ۽ مثال هوندا آهن جيڪي الله تعاليٰ جي شان جي مناسب نہ آهن. اسان جي مثالن جي ناپاڪائي مستحاضہ جي رت کان بہ وڌيڪ آهي. باطني نجاست فقط رحمت جي ئي پاڻيءَ سان ڌوئي سگهجي ٿي. سجدي ۾ سُبْحَانَ رَبِّيَ الْاَعْلٰى جي معنيٰ هيءَ آهي تہ ٻانهو عرض ڪري ٿو تہ منهنجو سجدو بہ تنهنجي لائق نہ آهي ۽ هي سجدو تنهنجي خدمت ۾ پيش ڪرڻ گستاخي آهي پر تنهنجي ذات اها آهي جيڪا برائيءَ جو بدلو ڀلائي سان ڏيندي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ يُبَدِّلُ اللّٰهُ سَيِّاٰتِهِمْ حَسَنٰتٍ (الفرقان-٧٠) ”الله انهن جي بُراين کي ڀلاين سان تبديل ڪري ٿو.“ زمين الله تعاليٰ جي صفت علم سان متصف آهي. پاڻ ۾ نجاستون هونديون آهن. قيامت ۾ ڪافر سمجهندو تہ اهو زمين کان بہ بدتر آهي. زمين بُرائيءَ جو بدلو ڀلائي سان ڏيندي آهي ۽ هُن الله جي نعمتن جي بدلي ۾ ڪفر ڪيو. زمين ناپاڪ کي پاڪ ڪيو. ڪافر پاڪاين کي ناپاڪ ڪيو. قيامت ۾ حسرت سان

ڪافر چوندو تہ ڪاش آئون مِٽي هجان تان تہ بُرائي جو بدلو ڀلائي سان ڏيئي سگهان ها. زمين ۾ ٻج پوکيو ويندو آهي تہ اها بدلي ۾ ميوا ڦُٽائيندي آهي. سفر جي حالت ۾ انسان جي صحيح فطرت ظاهر ٿي ويندي آهي. مون ڪي ترقيءَ مان ڪو فائدو حاصل ڪونہ ٿيو. اُن جو چوڻ تہ يٰلَيْتَنِيْ كُنْتُ تُرٰبًا ﴿﴾ "ڪاش آئون مِٽي ٿي وڃان ها" يعني مِٽي بڻجڻ جي خواهش عِجز ۽ نياز مان آهي جيڪا اُ کي پسند آهي. جيئن ڪن بزرگن کان ان جو اظهار ٿيو آهي. ڪافر جي مِٽي بڻجڻ جي خواهش جو مثال هيءُ آهي تہ گاهہ ۾ جيستائين نشونما آهي وڌڻ ۽ مٿي چڙهڻ جي خواهش آهي. جڏهن مُردگي ڇانئجي ويندي آهي تڏهن اُن جو هيٺ جُهڪاءُ ٿيندو آهي. انساني روح کي جڏهن مٿي وڃڻ جي خواهش هوندي آهي تہ مٿي وڃڻ ۾ اُن کي ترقي حاصل ٿيندي آهي. جڏهن روح اونڌو ٿي ويندو آهي تڏهن زمين تي واپس ٿيڻ جي خواهش ڪندو آهي.

**ظالمن جي غلبي جي راز بابت حضرت موسيٰ ؑ جو سوال ڪرڻ:**

گفت موسیؑ اے کریم کارساز

اے کہ یک دم ذکرِ تو عمرِ دراز

ترجمو: "حضرت موسيٰ ؑ عرض ڪيو: اي ڪارساز ڪريم! اي اها ذات جنهن جو هڪ گهڙي ذڪر ڪرڻ عمرِ دراز برابر آهي."

اها گهڙي ساعت، اهو ڪن پل جنهن ۾ ذڪرِ الاهي هجي عمرِ دراز جي برابر آهي. حضرت آدم ؑ جي تخليق تي ملائڪن جو سوال ۽ اعتراض حسد پريو ڪونہ هو پر حِڪمت سمجهڻ جي لاءِ هو. دنيا جي شين ۾ ڀلائي سان گڏ بُرائي جو بہ پهلو آهي. ڪفر جو غلبو ٿئي ٿو تہ ان ۾ فساد، مسجدن جي ويراني ۽ سجدي ڪرڻ وارن جو قتلِ عام ٿئي ٿو. انسان جي تخليق مني ۽ رت مان ٿئي ٿي، پوءِ اهو ظُلم ۽ فساد جي راند ڪيڏي ٿو. اهو يقين آهي تہ ان ۾ الله جي حڪمت آهي پر منهنجو مقصد مشاهدو آهي. الله تعاليٰ ملائڪن کي سمجهايو هو تہ انسان جون متضاد قوتون ئي خلافتِ خداوندي جون اهل ۽ صفاتِ الاهي جون مظهر ٿي سگهن ٿيون. انسان جي فطرت ۾ فتنو ۽ فساد بہ مُضمر آهي. خلافتِ آدم ؑ تي جيڪي ملائڪن جا اعتراض هئا تو حل ڪيا. حضرت موسيٰ ؑ جي سوال جو جواب هيءُ آهي تہ هر شيءِ جي خوبي اُن جي انجام سان ظاهر ٿيندي آهي. قيامت ۾ معلوم ٿيندو تہ موت جهڙي تلخ ۽ ڪڙي شيءِ پيدا ڪرڻ ۾ خدا جي حڪمت هيءَ هئي تہ اهوئي اُخروي نعمتن جي حصول جو سبب بنجي. وڻن جا پن بظاهر بيڪار آهن پر جڏهن اهي ميوي کي گرمي ۽ سرديءَ کان بچائي پچائن ٿا تڏهن انهن جي پيدائش جي حڪمت معلوم ٿئي ٿي. انساني خمير جو حسن تڏهن ظاهر ٿئي ٿو جڏهن اُن سان انسان جوان ۽ حسين بنجي ويندو آهي. ناقص شيءِ ڪمال حاصل ڪندي آهي. هر ڪمي بيشي جو سبب آهي. تختي (ڦرهيءَ) تان سڀ ڪان پهرين هر شيءَ مِٽائي ويندي آهي پوءِ اُن تي حسين نقش بنايا ويندا آهن. سالڪ انسان روئي روئي ڪري دل کي خون ڪندو آهي پوءِ ان تي اسرار نمودار ٿيندا آهن. عقلمند انسان ڪمي بيشي کي سمجهي ويندو آهي. نئون گهر بنائبو آهي تہ پهرين بنيادن کي اُکوڙيو ويندو آهي. پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ تہ پهريان زمين کوٽي ويندي آهي. تخريب ۾ تعمير جو راز مُضمر آهي. سگي لڳرائڻ سان تڪليف ٿئي ٿي پر نتيجي ۾ بيمارين کان شفا حاصل ٿئي ٿي. ٻوجھ کڻڻ وارو تڪليف برداشت ڪندو آهي تڏهن مزدوري حاصل ڪندو آهي. ديندار پنهنجو پاڻ کي هِن لاءِ تڪليف ۾ مُبتلا ڪري ٿو تہ بهترين نتيجا حاصل ڪري. دنيا ۾ بہ تڪليفن کان پوءِ راحتون آهن ۽ آخرت ۾ بہ. انسان نفس جي خواهشن جي خلاف ڪندو آهي تہ جنت لهندو آهي. شهوتن کي پورو ڪندو آهي تہ جهنم ملبندو اٿس. شاخ (ٽاري) آلي هوندي آهي تہ سُڪائي اُن کي ساڙيو ويندو آهي. جڏهن ٻرندي آهي تہ اُن تي پاڻي ڇنڊي باھ وسائي ويندي آهي. نفس جي لذتن جي نتيجي

۾ جيل خاني ۾ ويٺو پوندو آهي. جنگين جون مشقون ۽ محنت برداشت ڪرڻ سان ئي شاهي تخت حاصل ٿيندو آهي. ڪمائي جي محنت تي صبر ڪرڻ سان انسان دولت جو مالڪ بڻبو آهي. مطلب ته جڏهن محنت ۽ مشقت ڪانپوءِ راحت آهي ته ظالمن جو ظلم جيئن ته مظلومن جي راحت جو سبب بڻجندو تنهن ڪري سندن پيدائش ۾ حڪمت آهي.

اڳ بزرگ رومي رحمة الله عليه مصيبتن ۽ تڪليفن کي راحتن جو سبب ٻڌايو هو. هاڻي اسباب اختيار ڪرڻ جو بحث شروع ڪري ٿو ته جيستائين انسان حواسن جي قيد ۽ بند ۾ آهي تيستائين اُن جي نظر اسباب تي هوندي آهي. اسباب اختيار ڪرڻ ضروري آهن ۽ جڏهن حواسن کان آزاد ٿي ويندو آهي ته هر شيءِ کي اسباب کان سواءِ قدرتِ الاهي سان سمجهندو آهي، تڏهن اُن لاءِ ترڪِ اسباب جائز آهي. جڏهن رياضت جي ذريعي ظاهري حواسن کان آزاد ٿي ويندو آهي ته ظاهري سبب اُن جي نگاهه ۾ ڪونه هوندو آهي. هاڻي اُن کي هيءُ مقام حاصل ٿي ويندو آهي جو اهو اسباب کي ترڪ ڪري سگهي. جهڙي طرح انبيائن جا معجزا اسباب سان متعلق ڪونه هوندا آهن، محض ان جي قدرت سان اُنهن جو ظهور ٿيندو آهي. اهڙي طرح ٻين شين کي به محض ا· جي قدرت سان سمجهندو آهي، اسباب سان انهن کي ڪونه ڳنڍيندو آهي. عام انسانن جي لاءِ سبب اختيار ڪرڻ ائين ئي ضروري آهي جيئن مريضن جي لاءِ طبيب يا ڊيئي جي لاءِ وٽ. مطلب ته عام انسانن جي لاءِ سبب اختيار ڪرڻ ضروري آهي. جيڪي ڪامل آهن اهي اسباب اختيار ڪرڻ کان پاڪ آهن. راڳو ۽ گارو گهر جي لاءِ ضروري آهي ورنه گهر ڊهي پوندو. آسمان ان ڳالهه کان پاڪ آهي. اهو ئي عوام ۽ خواص جو اسباب اختيار ڪرڻ ۾ فرق آهي. جيئن ته پهريان اسين رذائل سان پريل هٿاسون انهيءَ ڪري اسان تي تجلي نه پئي. خاص مقام ۽ تجلي نه پوڻ جو سبب جسم پروري آهي. علم ۽ معرفت روح جو حصو آهي، نفس اُن کان بي بهره آهي. نفس پنهنجي خواهشات جي لاءِ واويلا ڪندو آهي، تڏهن اُنهن کي پورو ڪندو آهي. روح جي پرورش ڪر، نفس کي روح تي غالب نه بڻاءِ. گڏهه وارو جيڪو گڏهه کان پُٺيان آهي، اهو گڏهه ڪانپوءِ منزل تي پهچندو. حديث شريف ۾ عورتن جي باري ۾ آيو آهي ته اَخِّرُوْهُنَّ مِنْ حَيْثُ اَخَّرَهُنَّ اللهُ "پوئتي ڪريو انهن کي، جيئن پوئتي ڪيو آهي انهن کي الله تعاليٰ." بزرگ فرمائي ٿو ته ان حديث ۾ جهڙي طرح عورتن کي مردن کان پوئتي رکڻ جو حڪم آهي، اهڙي طرح نفس کي عقل کان پوئتي رکڻ جو به حُڪم آهي. عقل سان نفس کي مغلوب بنائيندؤ ته نفس ۾ به عقل جا خواص پيدا ٿي ويندا جيئن حضرت عيسيٰ عليه السلام جي گڏهه ۾ ٿيا. جڏهن انسان جو روح ڪمزور هجي ته نفس کي تمام گهڻو غلبو حاصل هوندو آهي.

هاڻي بزرگ رومي رحمة الله عليه سچي راهنما کي خطاب ڪري ٿو ته عارف ڪامل بمنزل حضرت عيسيٰ عليه السلام جي آهي جيڪو مُرده روح کي زنده ڪري ٿو. جيڪڏهن استاد جي تربيت ۾ ڪنهن ڳالهه سان دل کي رنج ۽ ڏُک به پهچي ته برداشت ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته صحت جو ذريعو اهو ئي آهي. راهنما جو توجهه روح جي عمر دراز ڪري ٿو. صفراوي مزاج وارا جن تي صفراء جو غلبو هوندو آهي، نه اهي تندرست آهن نه اُنهن کي صحيح شيءِ نظر ايندي آهي ۽ مٽي جي سور ۾ مبتلا رهندا آهن. جيئن سج باوجود سيني نالائقين جي سيني کي منور ۽ روشن ڪري ٿو، اهڙي طرح توهان به طالبن جي بدڪاريءَ جي ڪري اُنهن کي فيض کان محروم نه ڪريو. راهنما جا افعال ۽ اخلاق ماکيءَ وانگر مِٺا آهن. طالبن جون بداعماليون سِرڪي وانگر تلخ ۽ ڪڙيون آهن. نفس تي جيڪو صفراء جو غلبو آهي اهو سُڪنجبين سان دُور ٿيندو. سڪنجبين دوا آهي جيڪا ماکي ۽ سِرڪي ۾ ملائي ٺاهي ويندي آهي. توهان بمنزل سُرمي جي آهيو جيڪو بينائي ۽ روشني پيدا ڪري ٿو. بيشڪ طالبن جي بدعملين سان توهان جي دل جلي ٿي. "اي الله، منهنجي قوم کي هدايت ڏي. اها دعا حضور صلي الله عليه وسلم اُن وقت گُهري، جنهن وقت قوم ڪين ستايو ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم انهن کي بددعا نه ڏني. عود جي ڪاٺيءَ کي جيڪڏهن ساڙيو وڃي ته اُن جون اجا وڏيڪ خوبيون ظاهر ٿينديون آهن. عارف ڪامل بمنزل عود جي ذخيري جي آهي جيڪو ختم نٿو ٿئي يعني طالبن جي بدڪاري اُن جي فيض کي ختم

نٿي ڪري سگهي. استاد جي سختيءَ سان شاگرد جي اصلاح ٿيندي آهي. عقلمند جو ظُلم نادان جي دوستيءَ کان بهتر هوندو آهي. عقلمند علم ۽ معرفت تي عمل ڪندو آهي، جاهل محض زبان سان ذڪر ڪندو آهي. عقلمند دشمني ڪونہ ڪندو آهي. جيڪڏهن ڪندو تہ بظاهر دُشمني هوندي آهي پر اُن ۾ ڪانہ ڪا مصلحت پوشيده هوندي آهي.

**هڪ امير جو اُن ستل کي تڪليف ڏيڻ جنهن جي وات ۾ نانگ گهڙيو پئي ويو**

هن قصي جو خلاصو هيءَ آهي تہ سوار جيڪي ڪجھ ڪيو، بظاهر دشمني پئي لڳي پر اُن ۾ حڪمت لڪل هئي.

عاقلے براَسپ مي آمد سوار

در دہانِ خفتۂ مي رفت مار

ترجمو: ”هڪ عقلمند گهوڙي تي چڙهيو پئي آيو (ڏٺائين تہ) هڪ سُتل شخص جي وات ۾ نانگ گهڙي رهيو هو.“

گهوڙي سوار اهو ڏسي ڊوڙيو تہ همراھ کي بچائي پَرُ بچائڻ جو موقعو نہ مليو. نانگ اُن جي وات ۾ گهڙي ويو. گهوڙي سوار عقلمند هو. سُتل کي ٻہ ٽي ڪوڙا هڻي ڪڍيائين. هن اُٿي ڏٺو تہ تُرڪ گهوڙي سوار مٿس ڪوڙو تاٽيو بيٺو هو. حيران هو تہ هو ڪيس ڇو ماري رهيو آهي، سو وٺي ڀڳو. ڀڄندي ڀڄندي هڪ وڻ وٽ اچي پهتو، جتي سڙيل صوف پيا هئا. همراه صوف کائڻ لڳو. ايترا صوف کاڌائين جو وات مان اچڻ لڳس. سوار چيس تہ اجا بہ کاءُ. همراه چيو: مون توتي ڪو ظُلم تہ ڪونہ ڪيو آهي. توکي مارڻو آهي تہ هڪ دفعو ماري ڇڏ، اهو شخص مبارڪباد جي قابل آهي جنهن تو جهڙي ظالم جو چهرو نہ ڏٺو. خدا بي دين کي اهڙي سزا ڏي. تُرڪ گهوڙي سوار سُتل همراه جي پچر نہ ڇڏي ۽هير ڊوڙائڻ تي مجبور ڪيائينس. همراھ جا پير ڦٽجي پيا. صوفن سان پيٽ پريل هُئس. شام تائين تُرڪ ڪيس ڊوڙايو. نيٺ همراھ الٽي ڪئي جنهن ۾ صوفن سان گڏ نانگ بہ هو. جڏهن همراھ جي پيٽ مان نانگ نڪتو، تڏهن تعظيم جي لاءِ تُرڪ جي اڳيان جُهڪي پيو. نانگ جي ڏپ کان زخمن واري تڪليف وِسري ويس ۽ تُرڪ گهوڙي سوار کي فرشتو سمجهڻ لڳو، جنهن ڪيس بچايو.

گڏھ جي پيٽ ۾ گڏھ جي ٿي هلاڪت آهي. جيڪڏهن مالڪ گڏھ کي نہ پڪڙيندو تہ گڏھ کي بگهڙ يا ٻيو ڪو درندو ماري ڪائيندو. هو، ترڪ گهوڙي سوار کي چوڻ لڳو: مبارڪ آهي اهو شخص جيڪو تنهنجو چهرو ڏسي. چاڪاڻ تہ تون اُن جي نگهباني ڪندين. نيڪ ماڻهو بہ تنهنجي تعريف ڪن ٿا. مون نادانيءَ جي ڪري بڪواس ڪئي، منهنجي پيٽ ۾ نانگ گهڙي ويو ۽ تون ان کي ڪڍڻ جي تدبير ڪري رهيو هئين. جيڪڏهن مون کي خبر هجي ها تہ بڪواس نہ ڪريان ها. انهن معذرتن ڪانپوءِ ترڪ چيو تہ جيڪڏهن نانگ جي پيٽ ۾ وڃڻ واري ڳالھ ڪريان ها تہ تنهنجو پتو ڦاٽي پوي ها، بدحواسي طاري ٿي وڃي ها، پوءِ نہ عاجزي ڪرڻ جي طاقت رهي ها، نہ روزي نماز جي. ڪوئو ٻليءَ جي اڳيان ۽ ڇيلڙو بگهڙ جي اڳيان مُرده ٿي ويندو آهي پر آئون بوبڪر ربابيءَ وانگر خاموش رهيس (بوبڪر ربابي رحمة الله عليه هڪ مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي جيڪو چند سال بلڪل خاموش رهيو هو) جڏهن حديبيہ جي موقعي تي حضور صلی اللہ علیہ وسلم پنهنجو هٿ صحابہ جي هٿ تي رکي ڪري بيعت ورتي هئي تہ اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي يَدُ اللّٰهِ فَوْقَ اَيْدِيْهِمْ (الفتح-١٠) ”انهن جي هٿن تي الله جو هٿ آهي.“ هن آيت ۾ الله تعاليٰ حضور صلی اللہ علیہ وسلم جي هٿ کي پنهنجو هٿ قرار ڏنو. شق القمر جو معجزو حضور صلی اللہ علیہ وسلم جي آڱر سان ظاهر ٿيو هو. حضور صلی اللہ علیہ وسلم جي هٿ کي الله جو هٿ چوڻ اسان کي سمجهائڻ جي لاءِ آهي. باقي قدرت جا راز قيامت ۾ کلندا.

هاڻي بزرگ وري اصل قِصي ڏانهن موٽي ٿو تہ سُتل همراه نہ ڀڄي سگهيو ٿي ۽ نہ اُلٽي ڪري سگهيو ٿي پر دل ۾ ”رَبِّ يَسِّر“ ”اي خدا مُشڪل آسان ڪر“، چئي رهيو هو اِهْدِ قَوْمِيْ اِنَّهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ”منهنجي قوم کي هدايت ڪر اهي نٿا ڄاڻن.“ حضور صلی اللہ علیہ وسلم اها دعا اُن وقت ڪئي هئي جڏهن طائف ۾ پاڻ سڳورن صلی اللہ علیہ وسلم کي دشمنن ستايو هو. جڏهن اهو

شخص گهوڙي سوار جي مهربانين کي سمجهي ويو ته تعظيم جي لاءِ جُهڪي پيو ۽ چوڻ لڳو ته آءٌ ڪهڙي مُنهن تنهنجي تعريف ڪريان! بزرگ رومي رحمة الله عليه هن قصي ۾ هيءُ سمجهايو آهي ته عقلمند جي دُشمني نادان جي دوستيءَ کان بهتر آهي. هاڻي هو بي وقوف جي دوستيءَ جو هڪ قصو ٻُڌائي ٿو.

**هڪ شخص جو رڇ جي چاپلوسي ۽ وفاداريءَ تي ڀروسو ڪرڻ:**

اژدہائے خرس را درمی کشید
شیر مردے رفت و فریادش رسید

ترجمو: ”ارڙ نانگ رڇ کي گهلي ڪٽي وڃڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو ته هڪ بهادر آيو ۽ رڇ جي مدد ڪيائين.“

بهادرن جو ڪم مدد ڪرڻ آهي. اهو مولانا جو مقولو آهي. بهادرن جو ڪم هيءُ آهي ته اهي مظلومن جي مدد لا ڊوڙن. بهادرن جي محبت بغير ڪنهن غرض ۽ رُشوت جي هوندي آهي. جيڪڏهن ڪو انهن کان سوال ڪري ته اهي مدد ڇو ٿا ڪن؟ بهادر جواب ۾ چوندو ته بهادرن جو ڪم آهي ٻين جو ڀرجهلو ٿيڻ. اهي مهرباني ڪرڻ جي اهڙي طرح جستجو ڪندا آهن جهڙي طرح شِڪاري شڪار جي ڳولا ڪندا آهن. هر شيءِ هڪ مهل چاهيندي آهي. مهرباني ڪرڻ جو موقعو ۽ مهل بهادر آهي. دوا جو مهل درد آهي، بخشش ۽ عطا جو مهل فقر آهي. پاڻيءَ جو مهل نشيب (هيٺانهين) آهي. جواب جو مهل اعتراض ۽ سوال آهي. پياس ۽ اُڃ پيدا ڪندوءِ، تڏهن پاڻي ملندو. پاڻيءَ جي آمد جو مهل پياس آهي. جنتين جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ مذڪور آهي ته وَسَقٰهُمْ رَبُّهُمْ (الدهر-٢١) ”انهن جو رب انهن کي پياريندو.“ پاڻ ۾ پستي پيدا ڪريو. رحمت جي پاڻيءَ جو محل بنجي ويندؤ ڪنهن هڪ جاءِ تي نه رُڪجو. فضل بي پايان جا طالب رهو. ايتري قدر مجاهدا ڪريو جو آسمان قدم بوسي ڪرڻ لڳي. پوءِ شيطاني اثرن جو ازالو ڪري اسرارِ حق ٻڌي سگهندؤ. چشمِ بصيرت کي وسوسن جي پڙوال کان صاف ڪريو تان ته اسرارِ غيب ڏسي سگهو. حواسِ باطن کي نفساني خواهشن کان صاف ڪريو تڏهن عالمِ غيب جي لذتن کان مُستفيد ٿيندؤ. صفراوي بُخار ۾ مِٺي شيءِ ڪڙي لڳندي آهي. اعليٰ صلاحيتون پيدا ڪريو تان ته توهان مظهرِ ڪمالات بنجي سگهو. روح جي لاءِ جسم بمنزله ٻيڙيءَ جي آهي.

اڳوڻي زماني ۾ جڏهن جيل خانا ڪونه هئا تڏهن قيديءَ جو پير ڪاٺيءَ جي وڏي ڪُندي ۾ ڦاسائي ڇڏبو هو. پوءِ قيدي هلي چلي نه سگهندو هو.

پير ڪڙيون به ڪَدي ۽ ڪنڌ ۽ هٿن جون ٻيڙيون به لاهه، پوءِ نئون نصيب حاصل ٿيندءِ. خدا جي رحمت کي متوجه ڪرڻ جو سڀ کان قوي سبب انسان جي گريه و زاري آهي. دائي ۽ ماءُ کير پيارڻ جو بهانو ڳوليندڙيون آهن. اهڙي طرح الله جي رحمت آهي. الله تعاليٰ انسان جي پُنيان ضرورتون لڳائي ڇڏيون آهن جن جي ڪري انسان گريه و زاري ڪري ٿو. گويا اهي ضرورتون بمنزله ٻار جي آهن. الله جي ڪمن ۾ لڳڻ سان رزق جي ڪميءَ جو انديشو شيطاني وسوسو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته اَلشَّيْطٰنُ يَعِدُكُمُ الْفَقْرَ (البقره-٢٦٨) ”شيطان توهان کي فقر (سڃائي) جي ڌمڪي ڏئي ٿو.“ جنهن طرف کان آواز اچي ٿو انسان اوڏانهن متوجه ٿئي ٿو. شيطان بني آدم کي تباهه ڪرڻ گهري ٿو. هاڻي بزرگ رومي رحمة الله عليه بُلندي ۽ فوقيت جا قسم سمجهائي ٿو. فرمائي ٿو ته ڪڏهن بُلندي پستي مڪان جي اعتبار سان هوندي آهي. اها هِتي مراد نه آهي پر روحاني ۽ عقلي فوقيت ۽ بُلندي مراد آهي. سبب کي نتيجي تي فوقيت حاصل آهي. تنهنڪري ڇقمق جنهن کي لوهه ۽ پٿر مان ملائي ٺاهيو ويندو آهي. اها سبب آهي ۽ اُن مان جيڪا باهه نِڪتي آهي اها نتيجو آهي. ان اعتبار سان ڇقمق کي باهه جي چڻنگن ۽ اُن تي فوقيت حاصل آهي پر اها فوقيت ۽ برتري مڪاني نه آهي. هڪ انسان کي ٻئي انسان کان بلند جڳهه تي مجيو وڃي ٿو حالانڪ اهي ٻئي هڪ جاءِ تي ويٺا آهن ته اها بلندي به مڪاني نه آهي پر

رتبي جي آهي. صدرِ مجلس جيتوڻيڪ هيٺ جڳهه تي ويٺل هجي پر اُن جاءِ کي فوقيت حاصل آهي. هڪ شيءِ ۾ هڪ اعتبار سان فوقيت هوندي آهي ۽ ٻئي اعتبار سان پستي هوندي آهي. چقمق سبب هُجڻ جي ڪري باهه تي فوقيت رکي ٿو پر باهه مقصود هجڻ جي ڪري اُن تي فوقيت رکي ٿي. پٿر ۽ لوهه کي جسم سمجهو ۽ باهه کي روح ڄاڻو. چڻنگون پوءِ وجود ۾ اچن ٿيون. چقمق کي تقدم ۽ شرف زماني آهي پر باهه مقصود آهي. انهيءَ ڪري اُن کي تقدم (متيرائپ) ۽ شرف جو رُتبو حاصل آهي. شاخ کي ميوي تي تقدم زماني حاصل آهي پر شرف ۾ ميوو مقدم آهي.

اسين وري رڇ ۽ ارڙ نانگ جي قِصي ڏانهن موٽون ٿا. ارڙ ۾ طاقت ته هئي پر تدبير ڪونه هئي. بهادر ۾ طاقت ۽ تدبير ٻئي گُڻ هئا، انهيءَ ڪري ارڙ نانگ تي غالب اچي ويو. انسان کي پنهنجي تدبير تي گهمنڊ نه ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته خدا جي تدبير توهان جي تدبير کان زياده قوي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته ﴿وَاللّٰهُ خَيْرُ الْمٰكِرِيْنَ﴾ (آل عمران-٥٤) "پنهنجي تدبير کي به خدا جي عطا سمجهو. صرف انسان جي تدبير نه، پر دنيا جي هر شيءِ خدا جي عطا ڪيل آهي. مصيبتن ۾ ڦاسڻ سان ذاتِ حق کان غفلت ٿيندي آهي پر جڏهن انسان اُن کي من جانب الله سمجهندو آهي تڏهن غم جو ازالو به ٿي ويندو آهي. اک کي نور معرفت جو عادي بنائڻ گهرجي. چمڙو نور ۽ روشنيءَ کان گهبرائيندو آهي. جنهن شخص کي نورِ معرفت حاصل ٿي ويندو آهي اهو انجام تي نظر رکندو آهي.

شهوتون پوريون ڪرڻ سان آخرت جون خوشيون معدوم ٿي وينديون آهن. ڪامل عارف قُدرت جا سوين جلوا ڏسي ٿو، انتهائي بي وقوفي آهي جو قدرت جو معمولي ڪرشمو ڏسي ڪري پنهنجو پاڻ کي ڪامل بزرگن کان مستغني ۽ بي پرواهه سمجهيو وڃي. سامري بني اسرائيل جو هڪ شخص هو جنهن درياءِ نيل پار ڪندي هڪ فرشتي جي گهوڙي جو هيءُ تاثير ڏٺو ته جتي به اُن جو قدم پيو ٿي ته اُتي گاهه ڦُٽي ويو ٿي ۽ زندگيءَ جا آثار نمودار ٿي ويا ٿي. پوءِ سامريءَ مِٽيءَ مان هيءُ ڪم ورتو جو حضرت موسيٰ عليه السلام جڏهن ڪوهِ طور تي ويو تڏهن اُن چاندي ۽ سون جو هڪ گابو بنائي ڪري اُن ۾ اها مِٽي وڌي جنهن سان اُن ۾ زندگيءَ جا آثار پيدا ٿي ويا ۽ قوم کي اُن جي پوڄا تي لڳائي ڇڏيو ۽ حضرت موسيٰ جو مقابلو ڪرڻ لڳو. حضرت موسيٰ عليه السلام بددعا ڪئي ته اُن جو حال هيءُ ٿيو جو ڪنهن جي جسم سان اُن جو جسم ملي وڃي ته اُن تي بخار چڙهي ويندو هو. انسان ڀلائي جي لاءِ تدبير ڪري ٿو، اهائي اُن جي هلاڪت جو باعث بنجي وڃي ٿي. ان هلاڪت کان بچڻ جو فقط هي طريقو آهي ته پنهنجو پاڻ کي عارف ڪامل جي حوالي ڪريو. طالب کي چاهي ڪيترا به ڪمالات حاصل ٿي وڃن اُن جي لاءِ شيخ جو اتباع ضروري آهي. ساهه کان سواءِ ڏانچو بيڪار آهي. سچي سونهين سان پاڻ کي متحد ڪريو. "ڪهوڪهو تو" ڳيريءَ جو آواز آهي جنهن جو مطلب آهي "ڪٿي آهين ڪٿي آهين" يعني اها پنهنجي محبوب کي تلاش ڪري ٿي ۽ پڪاري ٿي. انسان هن دوکي ۾ تباهه ٿئي ٿو ته پاڻ جهڙي انسان کي عارف ڪامل ڪيئن بنائي. رهبر جي رضامندي بمنزل ڪنڊ جي آهي. جيڪڏهن توهان شيخ جو دامن پڪڙيندؤ ته توهان کي وسوسن جي هلاڪت کان نجات ملي ويندي. جيڪڏهن توهان ۾ خود صلاحيت نه آهي ته الله تعاليٰ کان گريه ۽ زاري ڪريو، اهو ڪنهن ڪامل جي رهبري ڪندو پوءِ اُن جي تابعداري ڪجو. رڇ دانهون ڪيون تڏهن بهادر اُن جي مدد لاءِ پهتو. جيئن ته ڪامل جي نافرماني هلاڪت جو سبب آهي ته اهڙي طالب لاءِ بزرگ دعا فرمائي ٿو ته اي خدا اُن کي روئڻ جي توفيق ڏي ۽ اُن جو روئڻ مقبول هجي.

**هڪ انڌي ڀِنڊڻ واري جو ماڻهن کي چوڻ ته مون ۾ به انڌايون آهن:**

هن حِڪايت جو خلاصو هي آهي ته جيڪڏهن دانهن ۾ درد هوندو آهي ته اها قابلِ رحم هوندي آهي.

بود کورے کو ہمی گفت الاماں

من دو کوری دارم اے اہل زماں

ترجمو: "هڪ انڌو چئي رهيو هو: پناهه بخدا، آئون ٻيڻو انڌو آهيان اي دنيا وارو!"

ٻن انڌاين جو مطلب هڪ اک جي انڌائي ۽ ٻيو آواز جي خرابي آهي، انهيءَ ڪري مون تي ٻيڻو رحم ڪريو. ماڻهن تعجب مان پُڇيو ته ٻيٽي انڌائپ جو مطلب ڇا آهي؟ جواب ڏنائين ته هڪ انڌائپ ته توهان ڏسو ٿا. ٻيو آواز جي انڌائپ به محروميءَ جو سبب آهي انهيءَ ڪري اهو به انڌپڻ آهي. ماڻهن کي منهنجو آواز ناگوار لڳي ٿو. مون تي رحم ڪريو. آواز جي خرابي ته گهٽ ڪونه ٿي پر جيئن ته جذبه دل سان ڳالهه ڪيائين ان ڪري ماڻهن کي رحم اچي ويو. جيئن ته شڪايت دردمند دل سان ڪيائين انهيءَ ڪري اُن جو به اثر ٿيو. جنهن جي اک به انڌي هجي ۽ آواز به خراب ۽ پوءِ جذبه دل به شڪايت ۾ نه هجي ته اُن ۾ ٽي انڌايون گڏجي وڃن ٿيون. انهن ٽن قسمن جي انڌي کي مايوس نه ٿيڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته ڪي ماڻهو بنان ڪنهن ذاتي غرض ۽ سبب جي به ڏيندا آهن. پٿر دل به ڪڏهن نرم ٿيندا آهن. رحم دلن جو نرم هجڻ ته ظاهر آهي. جيئن ته اهو درد دل کان خالي آهي انهيءَ ڪري مردود آهي.

قرآن پاڪ ۾ آهي ته قَالَ اخْسَئُوا فِيهَا وَلَا تُكَلِّمُونِ ﴿١٠٨﴾ (المؤمنون- ١٠٨) "پري ٿيو ان ۾ پيا رهو، مون سان نه ڳالهايو." اهو ڪافرن کي اُن وقت چيو ويندو جڏهن اهي جهنم مان نڪرڻ جي لاءِ واويلا ڪندا. مطلب ته ان دانهن جي ناپسند هجڻ جو دليل آهي. دانهن جي قبول نه ٿيڻ جو سبب هيءُ هوندو ته توهان حقوق النفس ۽ حقوق العباد کي تلف ڪيو آهي. ڦٽ پراڻو ٿيندو آهي ته داغ ڏبو آهي. اي پوڙهي لومڙي! بگهڙ واري عادت ڇڏي ڏي، الله کان مدد طلب ڪر، اهو بهترين مددگار آهي.

**رِڇ ۽ اُن بيوقوف جي حڪايت جو باقي حصو جنهن رڇ جي وفاداريءَ تي ڀروسو ڪيو هو:**

*خرس از اژدها چوں وارہید*

*واں کرم زاں مردِ مردانہ بدید*

ترجمو: "رِڇ جڏهن اڙ نانگ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو ۽ ان بهادر جو بهادرانه ڪارنامو ڏٺو."

اصحابِ ڪهف جو ڪُتو نيڪيءَ ۾ مشهور آهي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه هجرت جي وقت حضور جن جو ساٿ ڏنو ۽ ٽي ڏينهن ساڻن گڏ غار ثور ۾ گذاريا، ان ڪري ڪين يارِ غار چيو ويندو آهي. هاڻي هر مخلص کي يار غار چيو ويندو آهي.

بهادر شخص ٽڪ جي ڪري سهمي رهيو ۽ رِڇ سندس حفاظت ڪرڻ لڳو. اتان کان هڪ شخص لنگهيو ۽ چوڻ لڳو: هي ڪهڙي مصيبت آهي. هيءُ تنهنجو رڇ ڪهڙو آهي؟ پهلوان پورو قِصو ٻڌايو. همراه چيو: بيوقوف، رِڇ سان دل نه لڳاءِ، بيوقوف جي دوستي دشمن کان بدتر آهي. توکي ڪنهن طريقي رِڇ مان جان ڇڏائڻ گهرجي. همراه چيو ته نه، توکي حسد آهي. رِڇ کي مون سان محبت آهي. همراه چيو ته جيڪڏهن بالفرض مون حسد سان به اها ڳالهه چئي آهي ته تنهنجي لاءِ بهتر آهي. مون سان گڏ هل، رڇ کي ڇڏي ڏي. منهنجو ڪم نصيحت ڪرڻ هو، تنهنجي نصيب ۾ قبول ڪرڻ نه هو، منهنجي ڳالهه الهامي آهي خوامخواه دعويٰ نٿو ڪريان. "المؤمِنُ يَنْظُرُ بِنُوْرِ الله" الله جي نور سان ڏسندو آهي. نصيحت ڪرڻ واري هٿ پڪڙيو پر رڇ واري همراه هٿ ڇڏايو ۽ نصيحت نه ٻڌائين. نصيحت ڪرڻ واري رڇ واري شخص کي وري چيو ته آئون تنهنجو دشمن نه آهيان، منهنجي پويان اچ. رڇ واري شخص چيو ته مون کي ڇڏ، مون کي ننڊ ٿي اچي. بهرحال، نصيحت واري جي نصيحت کي نه مڃيائين. رڇ وارو شخص بددماغ هو. نصيحت ڪرڻ واري جي باري ۾ ڪو سُٺو خيال ان جي دل ۾ نه آيو، البت رڇ کي سُٺو سمجهائين.

**حضرت موسيٰ عليه السلام جو ڳابي جي پوڄاريءَ کي اهو فرمائڻ ته تنهنجي سمجهه ۾ پُختگي ڪيڏانهن وئي!**

هن قصي جو خلاصو هيءُ آهي ته ڳابي جي پوڄاري کي سڌو رستو نظر نه آيو.

گفت موسیٰ باکے مستِ خیال

کاے بد اندیش از شقاوت در ضلال

ترجمو: ”حضرت موسىٰ هڪ وهميءَ کي فرمايو: اي بدبختيءَ جي ڪري گمراهه ۽ بيخيال! تو کي منهنجي پيغمبري ۾ اجا شڪ آهي!؟ تو لکين معجزا ڏٺا پر تنهنجو شڪ، وهم ۽ وسوسو ختم نه ٿيو.“

حضرت موسىٰ عليه السلام جڏهن بني اسرائيل سان گڏ درياءِ نيل کي پار ڪيو تڏهن بطور معجزي جي رستو بلڪل سُڪي ويو هو. فرعون جو لشڪر بني اسرائيل کي گرفتار نه ڪري سگهيو هو. تيه جي ميدان ۾ بني اسرائيل تي چاليهن سالن تائين آسمان مان من و سلويٰ نازل ٿيندو رهيو. پٿر تي حضرت موسىٰ عليه السلام جي ڌڪ هڻڻ سان ٻارهن چشما ڦٽي نِڪتا هئا. حضرت موسىٰ عليه السلام جي لٺ ارڙ نانگ بنجي وئي هئي. حضرت موسىٰ عليه السلام کي يدِ بيضاء جو معجزو حاصل هو جنهن سان سج جي حيثيت گهٽجي وئي. اهڙي قسم جي سوين معجزن تنهنجو وهم نه مِٽايو! سامري جيڪو ڳابو ٺاهيو هو اهو جادوگريءَ سان ڳالهائي رهيو هو. پيغمبر جي سلسلي ۾ جيڪي شڪ هئا، ڳابي جي خدائي ۾ نه پيدا ٿيا. سامري ان شخص جو نالو آهي جنهن بني اسرائيل کي ڳابي جي پوڄا ۾ لڳايو هو. سامريءَ جو جادو اهو ئي هو جو هُن حضرت جبرئيل عليه السلام جي گهوڙي جي پيرن جي مٽي ان ڳابي جي بُت ۾ وڌي هئي جيڪا ان جي زندگيءَ جو سبب بنجي وئي. ڳابي جو بت سامري بنايو هو. هم جنس هم جنس سان پرواز ڪندو آهي. ڪُئون، شينهن جي جنس نه آهي. حضرت يوسف عليه السلام سان گڏ بگهڙ جو تصور سندس ڀائرن جي ڪوڙ تي مبني آهي. بگهڙ بگهڙ پو ڇڏي انسان جو ساٿي بنجي سگهي ٿو، جهڙي طرح اصحابِ ڪهف جو ڪتو ڪُتپو ڇڏي انهن جو ساٿي بنيو هو. حضور صلى الله عليه وسلم جن ۽ حضرت ابوبڪر جي اوصاف ۾ هڪجهڙايون هيون، انهيءَ ڪري هُن جو پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم ڏانهن ميلان ۽ لاڙو ٿيو. حضور صلى الله عليه وسلم کي پنهنجي دعويٰ ۾ سچو مڃيائون ۽ ابوجهل ۽ حضور صلى الله عليه وسلم جي اوصاف ۾ اشتراڪ نه هو، انهيءَ ڪري شق القمر جي معجزي سان به قائل نه ٿيو. جيڪو شخص طلبِ حق ۾ دردمند نه آهي ان کي رستو نظر نه ايندو. ڪافرن جي دل جو آئينو زنگ آلود هو، انهيءَ ڪري اهي مُنڪر ٿيا. تون دل جو آئينو صاف ڪر تان ته ان ۾ سُٺي ۽ بُري صورت جو فرق ڪري سگهين.“

**گهٽي نصيحت ڪانپوءِ ناصح جو، رڇ جي دوست کان جدا ٿيڻ**

آں مُسلماں ترکِ آں اَبلہ گرفت

زیرِ لب لاحول گویاں باز رفت

ترجمو: ”اُن مسلمان اُن بي وقوف کي ڇڏي ڏنو، خاموشيءَ سان لاحول پڙهندو موٽي ويو.“

جيڪڏهن نصيحت وڌيڪ انڪار جو سبب بنجي ته پوءِ نصيحت کان پاسو ڪرڻ گهرجي.

اَعْرِضْ عَنْهُمْ (المائده- ٤٢)”انهن کان مُنهن موڙ.“ اهو حضور صلى الله عليه وسلم جن کي انهن ڪافرن جي باري ۾ فرمايو ويو جن تي نصيحت ڪارگر نه رهي. حضور صلى الله عليه وسلم جن قريش جي وڏن سرمائيدارن کي سمجهائي رهيا هئا. ان وچ ۾ ابن اُم مڪتوم (نابين صحابي) حاضر ٿيو ۽ قرآن ٻڌائڻ جي فرمائش ڪيائين. حضور صلى الله عليه وسلم جن جي چهري تي ناگواريءَ جا آثار پيدا ٿيا، ان جي باوجود پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم انهن سردارن سان گفتگو کي ختم ڪرڻ پسند نه ڪيو. ان تي سورت عبس نازل ٿي جنهن جو مضمون بزرگ رومي بيان فرمايو آهي. عربيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”النَّاسُ علىٰ دِيْنِ مُلُوْكِهِمْ“ ”ماڻهو پنهنجي بادشاهن جي مذهب تي هوندا آهن.“ عام طور تي هي گهٽ هوندو آهي جو ماڻهو نصيحت ٻڌن. اَلنَّاسُ مَعَادِنٌ كَمَعَادِنِ الذَّهَبِ وَالْفِضَّةِ فَخِعَارُهُمْ فِي الْجَاهِلِيَّةِ، خِعَارُهُمْ فِي الْاِسْلَامِ حديث شريف ۾ آهي ته

”جيئن سون ۽ چاندي جون کاڻيون آهن، ماڻهو بہ ائين آهن. انهن مان جيڪي جاهليت ۾ سُٺا هئا اهي اسلام ۾ بہ سٺا آهن پر شرط اهو آهي تہ دين جي سمجهہ حاصل ڪن.“ سچ کان چمڙي جي نفرت سچ مڪمل هجڻ جو دليل آهي. بدبوءِ ۾ پرورش پائڻ وارو ڪيڙو جيڪڏهن گُلاب سان رغبت ڪرڻ لڳي تہ گلاب جو گلاب هجڻ ئي مشڪوڪ ٿي ويندو. چور رات جي اونداهيءَ ۾ پنهنجو ڪم هلائيندو آهي انهيءَ ڪري چور ۽ دغاباز مونکي پسند نٿا ڪري سگهن. ڏيکيءَ کي بي عقل گابو ئي سمجهي سگهي ٿو. اُٺ ڪنڊا کائڻ پسند ڪندو آهي. ناقص ڪامل جي ڪمال جو انڪار ڪري سمجهندو آهي تہ هُن ڪامل جو ڪجهہ بگاڙي ڇڏيو. ڏٺو وڃي تہ اهو انڪار ئي ڪامل جي ڪمال جو بنياد بنبو آهي.

**هڪ چرئي طرفان جالينوس جي خوشامد ڪرڻ ۽ جالينوس جو ان کان خوف زده ٿيڻ:**

گفت جالینوس با اصحابِ خود

مرمرا تا آں فلاں دارو دہد

ترجمو: ”جالينوس پنهنجي شاگردن کي چيو تہ ڪو مون کي فلاڻي دوا آڻي ڏي.“

هن حڪايت جو خلاصو هيءُ آهي تہ جالينوس کي هڪ چرئي جي مانوس ٿيڻ سان هي شبهو ٿيو تہ سندس عقل ۾ ڪو نقص آهي، ورنہ چريو ڏانهس مائل نہ ٿئي ها. شاگردن کي چيائين: فلاڻي دوا جيڪا جنون جي مرض ۾ ڪارائتي آهي ڪٽي اچو. هڪڙي شاگرد چيو: خدا توهان کي جنون کان بچائي. جالينوس چيو تہ چرئي مون کي غور سان ڏِٺو. بي تڪلفيءَ ۾ مون کي پڪڙي مذاق ڪرڻ لڳو. جيڪڏهن آءٌ اُن وانگر چريو نہ هجان ها، تہ مونسان ائين نہ ڪري ها، ڇاڪاڻ تہ جِنس جنس ڏانهن لاڙو ڪندي آهي. ڪا اهڙي ڳالهہ آهي جيڪا اسان ٻنهين ۾ مُشترڪ آهي. هنج پکيءَ پنهنجي جنس سان اُڏامندو آهي.

**هڪ پکيءَ جو غير جنس پکيءَ سان اُڏامڻ ۽ چُڳڻ جو سبب:**

آں حکیمے گفت دیدم ہم تگے

در بیاباں زاغ را بالکلکے

ترجمو: ”هڪ داناءُ چيو تہ مون جهنگ ۾ ڪانگ ۽ ٻگهہ کي گڏ گُهمندي ڦِرندي ڏٺو.“

ٻگهہ ۽ ڪانگ هم جنس نہ هئا پر انهن ۾ منڊائي قدرِ مشترڪ هئي. اُن داناء حيرانيءَ ۾ ڏٺو تہ هي ٻئي ڪيئن گڏجي گهمن ڦِرن پيا، ڇاڪاڻ تہ اهو غير جنس جو گڏجي هلڻ هو. پوءِ ڏٺائين تہ ٻئي منڊا هئا. جڏهن ٻگهہ ۽ ڪانگ کي ڏسي ڪري هڪ عقلمند حيران ٿيو، حالانڪ ٻئي زميني پکي آهن تہ پوءِ نبي جيڪو عرش جو شهباز آهي ۽ مُنڪر جيڪو ويراني جي چِٻ آهي، پاڻ ۾ ڪيئن مانوس ٿي سگهن ٿا؟ انبيا ۽ بزرگن جي غيرت جي تقاضا آهي تہ خدا جا دُشمن انهن کان پري رهن. ٻُرن جو ڀلن سان ميلاپ ڀلن جي نقصان جو سبب آهي. حضورﷺ جن جو سينو مبارڪ ڪئين دفعا شق ڪيو ويو، منجهانئس رت جو هڪ ڦُڙو ڪڍيو ويو ۽ اُن کي زم زم سان پاڪ ڪيو ويو. حضرت آدم عليہ السلام جي ڪمال جون بہ نشانيون هُيون. هڪ تہ ملائڪ اُن کي سجدو ڪن، ٻيو تہ شيطان سجدو نہ ڪري. شيطان چيو هو تہ آئون آدم عليہ السلام کان بهتر آهيان. ان کي سجدو ڇو ڪريان! جيڪڏهن شيطان سجدو ڪري ها تہ ڪمال جي ٻي نشاني مفقود ٿي وڃي ها، حضرت آدم عليہ السلام جي ڪمال تي جهڙي طرح ملائڪن جو اقرار ۽ سجدو گواهہ آهي، اهڙي طرح شيطان جو انڪار بہ گواهہ آهي. ناقصن جو انڪار ڪاملن جي فضيلت جو دليل آهي. اِن ڳالهہ جي انتها نہ آهي. واپس هل، تہ ڏسون تہ رِڇ اُن بهادر شخص سان ڇا ڪيو؟

**دوکي ۾ مبتلا شخص جو رڇ جي چاپلوسيءَ تي ڀروسي ڪرڻ وارو باقي قِصو:**

*او بجفت و خِرس میراندش مگس*
*وز ستیز آمد مگس شد باز پس*

ترجمو: "هو سُمهي رهيو ۽ رڇ ان تان مکيون اڏائي رهيو هو. مکيون وري وري واپس اچي رهيون هيون."

رڇ گهڻا دفعا مکيون اُڏايون پر اهي واپس اچي پيون ويهن. رڇ کي ڪاوڙ آئي. وڏو پٿر کڻي آيو. ڏٺائين ته وري همراهه جي مُنهن تي اچي مکيون ويٺيون آهن، سو ڪاوڙ مان پٿر کڻي مکين کي نڪاءِ ڪرايائين. ظاهر آهي، ننڍ پيل همراهه جو مُنهن سڄاٽپ کان چڙهي ويو هوندو!

بيوقوف دشمنيءَ ۾ جدا ٿي ويندو ته نقصان نه پهچائي سگهندو. البته دوستيءَ جي ڪري نقصان رسان ٿيندو. بيوقوف جو ڪو عهد و پيمان مضبوط ڪونه هوندو آهي، اهو ڳالهين جو هوندو آهي. اُن ۾ وفاداري ڪونه هوندي آهي. بيوقوف جي قسم تي به ڀروسو نه ڪرڻ گهرجي. اهو فوراً ڪِهير قسم ٽوڙي ڇڏيندو آهي. بي وقوف جي عقل تي اُن جو نفس حاڪم هوندو آهي. جيڪڏهن اهو قسم بجاءِ لکين قرآن به کڻي وجي ته به ڪهڙو اعتبار!؟ وعدي ٽوڙڻ جو عادي بهرحال وعدو ٽوڙيندو. اُن جو سبب هيءُ آهي ته ان تي نفس حاڪم هوندو آهي ۽ ڇا حاڪم ڪهڙي به قسم جي رڪاوٽ ڪڏهن برداشت ڪري سگهي ٿو؟ هو وعدي جو لحاظ به ڪونه ڪندو. ها، جيڪڏهن انسان جي طبيعت سليم هجي ته ته پوءِ هو، قسم ضرور پاڙيندو. اهو بيوقوف جيڪو نفس جي قيد ۾ آهي، قسم ٽوڙائي ٻيٽي عذاب ۾ مُبتلا ڪندو. اَوۡفُوۡا بِالۡعُقُوۡدِ (المائده-١) مومنن کي حڪم آهي ته پنهنجي وعدن کي پورو ڪريو. وَاحۡفَظُوۡۤا اَيۡمَانَكُمۡ (المائده- ٨٩) پنهنجي قسمن جي نگهداشت ڪريو.

مومن سمجهندو آهي ته هو قسم کڻي خدا سان وعدو ڪري ٿو. پنهنجي جسم کي ڏاڍو بنائي اُن کي مضبوط ٻڌي ٿو ۽ اُن جي حفاظت لاءِ جان قربان ڪري ٿو.

**حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جو بيمار صحابيءَ جي مزاج پُرسيءَ لاءِ وڃڻ ۽ ان جو فائدو:**

هن حڪايت جو مقصد هي آهي ته ڪي خدا جا ٻانها فنائيت جي اُن مقام تي هوندا آهن جو اُنهن سان ڪو عهد يا ٻيا معاملا هجن ته اهي خدا سان سمجهيا ويندا آهن.

*از صحابه خواجهٔ بیمار شد*
*واندراں بیماریش چوں تار شُد*

ترجمو: "صحابه مان هڪ بزرگ بيمار ٿي پيو ۽ اُن بيماريءَ ۾ هو ڏاڍي وانگر ٿي ويو."

حضور ﷺ جن جا اخلاق ڪريمانه هئا. بيمار صحابيءَ جي مزاج پُرسيءَ لاءِ ويا. عِبادت جو فائدو خود عبادت ڪرڻ واري جو پنهنجو فائدو آهي. ٻيون فائدو هيءُ آهي ته ٿي سگهي ٿو ته قطب ۽ وڏو شاهه هجي (قُطب اُوارن مان هڪ خاص مرتبي رکڻ واري کي چيو ويندو آهي) جڏهن تون خاص قُطب کي نٿو سڃاڻين ته هر مومن جي عيادت ڪندو ڪر! دنيا سچن سونهن کان خالي نه آهي. تلاش جاري رک، حاصل ڪري وٺندين. جڏهن راهنما دستياب ٿي وڃي ته اُن تي جان قربان ڪري ڇڏ. اهلِ باطن کي حاصل ڪرڻ جي تدبير اهائي آهي ته هر جڳهه تي انهن کي ڳولهيندا وتو. بيمار جيڪڏهن قطب نه هوندو ته ڪو سالڪ راهِ طريقت هوندو. دُشمن سان ڀلائي ڪريو ته دُشمني دوستيءَ ۾ بدلجي ويندي. ڀلائي ڪرڻ سان دُشمن دوست نه بڻيو ته به دُشمنيءَ ۾ ڪمي اچي ويندي. خلاصو هي آهي ته عيادت سان معاشري جي اصلاح ٿئي ٿي ۽ هڪ سُٺو معاشرو پيدا ٿئي ٿو ۽ سُٺي معاشري ۾ زندگي، گوشه تنهائي جي زندگي کان بهتر آهي. مرده دلين ۾ محبت پيدا ڪريو، اها اجتماعي زندگي جي فضيلت آهي.

**حضرت موسىٰ عليه السلام کان خدا جو پڇاڻو تہ تون منهنجي بيمار پُرسيءَ جي لاءِ ڇو نہ آئين؟ :**

هن قِصي مان هيءُ ٻڌائڻ مقصود آهي تہ هر انسان جي عيادت ڪرڻ گهرجي چاهي ڪير بہ هجي.

*آمد از حق سوئے موسیٰؑ ایں عتیب*

*کاے طلوعِ ماہ دیدہ توز جیب*

ترجمو: ”حضرت موسىٰ عليه السلام ڏانهن الله جي طرفان هيءَ ناراضگيءَ پهُتي تہ تو گريبان مان سج جو اُڀرڻ ڏٺو آهي!؟“

گريبان مان حضرت موسىٰ عليه السلام جي يدبيضاء واري معجزي ڏانهن اشارو آهي. حضرت موسىٰ عليه السلام نورِ خداوندي جو مظهر هو. الله تعالىٰ فرمايو تہ آئون بيمار هوس تون پڇڻ جو نہ آئين؟ حضرت موسىٰ عليه السلام عرض ڪيو تہ اي خدا! تون بيماريءَ کان پاڪ آهين. اي الله! پنهنجو پاڻ ڪي بيمار چوڻ جو راز کول! الله تعالىٰ فرمايو تہ جڏهن انسان فنائيت جي مقام تي پهُچندو آهي تہ گويا اتحاد ٿي ويندو آهي. مقامِ فنا ۾ پهُچڻ واري جو بيمار ٿيڻ گويا خدا جو بيمار ٿيڻ آهي. ان مضمون جي حديث مشڪواه شريف ۾ موجود آهي. جڏهن سچن سونهن جو خدا سان اتحاد آهي تہ انهن وٽ ويهڻ خدا وٽ ويهڻ آهي. ڪاملن جي صحبت باعثِ نجات آهي، ورنہ شيطاني وسوسا هاجيڪارين جو سبب بنجندا. ٿوري دير جي لاءِ هڪ ٻاڙيءَ جترو بہ جماعت ڪان پري رهڻ شيطان جو مڪر هوندو، خوب سمجهي وٺ. مطلب تہ ڪاملن ڪان پري ٿي شيطان ڏانهن ويندؤ تہ شيطاني هاجيڪارين جو سبب بنجي ويندؤ

**باغبان جو صوفي مولوي ۽ سيد ڪي هڪ ٻئي ڪان جدا ڪرڻ ۽ سزا ڏيڻ:**

بزرگ رومي رحمة الله عليه اڳ ۾ جماعت ڪان عليحدگيءَ جو نقصان سمجهايو هو، هاڻي ان ڪي هن ڳالهہ سان واضح ڪري ٿو:

*باغبانے چوں نظر در باغ کرد*

*دید چوں وزداں بباغِ خود سہ مرد*

ترجمو: ”ماڻهيءَ جڏهن باغ ڏانهن ڏٺو تہ اُتي ڪيس ٽي ڄڻا چورن جيئن نظر آيا.“

هڪ فقيہ، سيد ۽ صوفي ٽيئي باغ ۾ آيا هئا. باغائي سوچيو تہ هنن جي مقابلي ۾ سوين دليل آهن پر زباني دليلن سان انهن کي قائل نہ ڪري سگهندس ڇو تہ هي جماعت آهن، پاڻ ۾ گڏ آهن. اڪيلو مقابلو نہ ڪري سگهندس، جيڪڏهن مار ڪُٽ جي نوبت آئي تہ آئون ٽنهين کي پڄي نہ سگهندس، انهيءَ ڪري ڪين جدا ڪرڻ گهرجي منجهن ڦيٽارو وجهي ۽ پوءِ هِڪ هِڪ ڪري مقابلو ڪرڻ گهرجي. اهو سوچي باغبان صوفيءَ کي چيو: تون گهر وڃ، هنن ساٿين جي لاءِ ڪمبل ڪٽي اچ. صوفي گهر ويو. عوام فقيہ جي فتوىٰ سان حلال ۽ حرام جو فيصلو ڪن ٿا. فقيہ عقلي دليل قائم ڪري ٿو. باغائي سيد کي چيو: تون مصطفىٰ ﷺ جي خاندان مان آهين. صوفي پيٽوڙي آهي. اُن کي ڪيهہ وانگر صاف ڪج. باغ تنهنجي ملڪيت آهي. هڪ هفتي تائين باغ ۾ رهي سگهين ٿو.

باغائي منجهن دوکي سان وسوسو پيدا ڪيو. يارن ڪان صبر نہ ٿيو. جڏهن صوفي روانو ٿيو تہ باغائي لٺ ڪٽي اُن جي پٺيان پِگو. صوفيءَ کي ماري اڌ مئو ڪيائين ۽ چوڻ لڳو تہ اي ڪُتا! تو ڪي اهو رستو ڪهڙي صوفيءَ ڏيکاريو آهي!؟ صوفيءَ مار کائڻ کانپوءِ مولوي ۽ سيد کي چيو تہ توهان مون ڪي پاڻ ڪان غير سمجهيو، هاڻي پنهنجو خيال ڪجو. هيءَ دنيا جبل جيئن آهي جنهن ۾ سڏجو پڙاڏو بہ ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. جڏهن باغبان صوفيءَ کي سٽي ڪُٽي واندو ٿيو، تڏهن سيد صاحب کي چيائين تہ مون توهان جي لاءِ ناشتي ۾ نرم مانيون (چپاتيون) تيار ڪرايون آهن، جڏهن دروازي تي پهُچين تڏهن نوڪر کي چئج تہ تنهنجي لاءِ ڪٽي اچي. ان ڪانپوءِ باغائي، مولوي صاحب کي چيو تہ

تون مولوي صاحب آهين. هيءُ سيد هجڻ جي دعويٰ دليل کان سواءِ ڪري رهيو آهي. هن جي ماءُ جي ٻاري ۾ ڪير ڄاڻي ٿو ته اُن ڇا ڪيو هوندو!. نسب جو معاملو عورت جي قول ۽ فعل تي مبني آهي.

هن زماني ۾ گهڻا بيوقوف پنهنجو پاڻ کي حضور ﷺ ۽ حضرت علي "جو اولاد چورائين ٿا. جيئن اڳ ۾ سيد سڳوري لاءِ باغبان نامُناسب قول جو ذڪر ڪيو هو. انهيءَ ڪري بزرگ رومي رحمه الله فرمائي ٿو ته ٻين کي حرامي چوڻ خود حرامي هُجڻ جو دليل آهي. جيئن خود ڦِرڻ واري کي گهر ڦِرندي نظر ايندو آهي. اهڙي طرح حراميءَ کي ٻيا حرامي نظر ايندا آهن. مولوي باغبان جا اهي منتر ٻُڌا ته هو ان جي تابع بڻجي ويو. باغائي سيد صاحب کي چيو: ٻُڌاءِ، توکي هن باغ ۾ ڪنهن گُهرايو آهي؟ توکي پيغمبر ﷺ کان ورثي ۾ چوري ملي آهي؟ شينهن جو ٻچو شينهن جي مُشابهه هوندو آهي. تون ٻڌاءِ ته تو ۽ پيغمبر ﷺ ۾ ڪهڙي مُشابهت آهي. مطلب ته باغائي سيد سان اهو ڪجھ ڪيو جيڪو خارجي خاندانِ نبوت سان ڪندو آهي. يزيد ۽ شمر وانگر هِن کي بہ آلِ رسول سان دُشمني هئي. سيد صاحب مار کاڌي. روئي مولوي صاحب کي چيائين ته هاڻي تنهنجي ڌُهل بڻجڻ جو نمبر آهي. تو مون کي هِن خودغرض جي حوالي ڪيو. باغائي مولوي صاحب کي چيو ته تو هيءُ مسئلو فقہ جي ڪتاب بسيط يا محيط ۾ پڙهيو آهي ته بنا موڪل جي پرائي باغ ۾ نقصان ڪجي!؟ ائين چئي مولوي صاحب کي ڪُٽڻ شروع ٿي ويو. مولوي صاحب چوڻ لڳو: تون ڀلي مار، اها ئي سزا اُن جي آهي جيڪو دوستن کان ڇڄو. مجمع ۽ جماعت کان عليحدگيءَ جو اهوئي انجام هوندو آهي. قصو مختصر ته باغائي ٽنهين کي سَٽي ڪُٽي باغ مان ڪڍي دروازو بند ڪري ڇڏيو. عيادت سان جماعتي زندگي بڻجي ٿي. بيمار پُرسي ان تعلق جي لاءِ آهي ۽ اهو تعلق سوين صحتن جو حامل آهي.

**حضور ﷺ جو مزاج پُرسيءَ لاءِ وڃڻ واري قصي ڏانهن رجوع:**

در عیادت شُد رسول بے ندید

آں صحابی را بحالِ نزع دید

ترجمو: "بي نظير رسول (ﷺ) بيمار پُرسيءَ جي لاءِ روانو ٿيو. هن صحابي سڳوري کي سڪرات جي حالت ۾ ڏٺو."

بزرگ رومي رحمه الله عيادت جي قِصي کي پورو ڪرڻ چاهيو پئي پر سچن جي صحبت جي ترغيب جي بيان مولانا کي اهو قصو پورو ڪرڻ نہ ڏنو. وري سچن سونهن جي صحبت جي ڳالھ شروع ڪئي اٿس. جيڪڏهن اهل ا. کان دوري قرب حق کان محرومي جو سبب نہ بہ هجي ته بہ جُدائي جو غم ڇا گهٽ آهي!؟ سچ ته ظاهري انوار پُهچائي ٿو ڪامل عارف جي فيض سان باطني نور حاصل ٿئي ٿو الله وارن جي صحبت خواهشاتِ نفساني کان آزاد ڪندي آهي. انسان سفر ۾ هجي يا حضر ۾، هر حالت ۾ الله وارن جي صحبت جي جستجو ڪري.

**هڪ نيڪ نام جو بايزيد رحمه الله کي چوڻ تہ آئون ڪعبي ۾ آهيان، تون منهنجو طواف ڪري وٺ!**

سوئے مکہ شیخ امت بایزید

از برائے حج و عمرہ می دوید

ترجمو: "امت جو شيخ بايزيد رحہ مڪي ڏانهن حج ۽ عمري جي لاءِ وڃي رهيو هو."

بايزيد رحہ جنهن بہ شهر ۾ ويندو هو تہ اُتي الله وارن جي ڳولا ڪندو هو. الله تعالىٰ بايزيد رحہ جي دِل ۾ الهام فرمايو تہ تون سفر ۾ جتي بہ وڃين تہ ڦيريان توکي مردِ حق آگاهہ جو طالب بڻجڻ گهرجي. سفر جو مقصد ڪنهن ڪامل جي زيارت کي بڻاءِ، سفر جا ٻيا نفعا پوءِ حاصل ڪر. بلڪ اُنهن کي ذريعو سمجھ. جيئن هاريءَ جو اصل مقصد ڪڻڪ آهي، ٻُڏ (ٻُھ) ضمناً حاصل ٿيندو آهي. حج جو اصلي مقصد ڪعبي جي زيارت آهي، مڪي شهر جي

زيارت ضمناً ٿي ويندي آهي. حضورﷺ جو مقصد معراج ۾ ديدارِ باري تعاليٰ هو، عرش ۽ ملائڪن جو ديدار تبعاً حاصل ٿي ويو. حضورﷺ جن ارشاد فرمايو آهي ته اِنَّمَا الْاَعْمَالُ بِالنِّيَّاتِ "عملن جو مدار نيتن تي آهي." جهڙي نيت هوندي اهڙوئي اُن عمل جو نتيجو ٿيندو. حديث شريف ۾ آهي ته نِيَّةُ الْمُؤْمِنِ خَيْرٌ مِّنْ عَمَلِهٖ وَعَمَلُ الْمُنَافِقِ خَيْرٌ مِّنْ نِيَّتِهٖ: "مومن جي نيت عمل کان به بهتر هوندي آهي ۽ منافق جو عمل نيت کان بهتر هوندو آهي" يعني مُنافق جيڪو عمل ڪري ٿو اُن ۾ فاسد ۽ خراب نيت هوندي آهي.

## هڪ مريد جو مڪان ٺاهڻ ۽ پير جو مريد کي آزمائڻ

هن حڪايت جي منشاء هيءَ آهي ته عمل ۾ اصل مقصد جي نيت ڪرڻ گهرجي، ادنيٰ مقصد پاڻهي حاصل ٿي ويندو.

خانهٔ نو ساخت روزے یک مُرید
پیر آمد خانهٔ اُورا بدید

ترجمو: "هڪ مُريد نئون گهر بنايو، پير آيو سندس گهر کي ڏسڻ."

پير پنهنجي مريد جو امتحان ورتو. هي مريد شيخ يا پير جي تعليمات مان اجا پورو مستفيد ڪونه ٿيو هو. شيخ پڇيو: تو روشندان ڇا جي لاءِ بنايو آهي؟ مريد چيو ته اهو اِن لاءِ آهي ته ان جي ذريعي روشني اندر اچي. شيخ چيو: اهو ته اضافي مقصد ٿيو. اصل ۾ اهو اطاعت لاءِ هجڻ گهرجي. بهتر هي آهي نه تون ان جو مقصد الله جو ذڪر ۽ ٻانگ جو آواز قرار ڏي. روشني، روشندان مان خودبخود حاصل ٿيندي پر توکي نيت جو ثواب ملندو. اهو شيخ پيريءَ ۾ گُڪڙو ٿي ويو هو. ۽ دل جي اکين سان عالمِ ملڪوت جو سير ڪري مسرور هو، جهڙي طرح هاٿي جيڪو هندستان جو جانور آهي، ٻين مُلڪن ۾ وڃي ڪري جڏهن هندستان کي خواب ۾ ڏسندو آهي تڏهن مسرور ۽ خوش ٿيندو آهي. ڪامل عارف اکيون بند ڪري جڏهن عالمِ ملڪوت جو سير ڪن ٿا تڏهن انهن کي عجائب قدرت نظر اچن ٿا، جيڪي اکيون کولڻ تي نظر نٿا اچن. جڏهن اکيون بند هونديون آهن تڏهن دل عالمِ ملڪوت جو روشندان بنجي ويندي آهي. الله وارا بيداري ۽ سجاڳيءَ ۾ اکيون بند ڪري اهي حسين منظر ڏسن ٿا جيڪي عام انسانن کي خواب ۾ نظر ايندا آهن. بايزيد رحه سفر ۾ ڳولا ڪئي ته ڪنهن وقت جي خضر کي حاصل ڪري. بايزيدؒ جڏهن اهڙي قسم جي بزرگ سان مليو ته اهو بزرگؒ تنگ دست هو ۽ گهڻو عيالدار هو. شيخ جو بايزيدؒ کي پنهنجي طواف جو حُڪم غلبه حال ۾ هو، ورنه طواف بنظر عبادت ڪعبي کان سواءِ جائز نه آهي. بايزيدؒ جو حج نفلي هوندو، انهيءَ ڪري فرمايو ويو ته اهڙي صورت ۾ حاجت مند الله واري تي ڏوڪڙ خرچ ڪرڻ حج کان بهتر آهي، ڇاڪاڻ ته ان صورت ۾ حج کان به زياده ثواب ملي ويندو. تو عمرو ڪيو ۽ هميشه رهڻ واري ابدي زندگي حاصل ڪئي.

حضرت عمرؓ ڪعبي کي خطاب ڪري فرمايو هو ته مومن توکان افضل آهي يعني اسرارِ الاهي جو مخزن آهي. حضرت حق جل مجده جو جيڪو تعلق قلبِ مومن سان آهي اهو تعلق ڪعبي سان نه آهي. انهيءَ ڪري قلب تجليات باري جو وڏيڪ مظهر آهي. اتحاد جي ڪري اهل الله جي زيارت گويا خدا جي زيارت آهي. انهيءَ ڪري بايزيد کي بزرگ چيو ته مُنهنجي زيارت ڪعبي جي زيارت آهي. قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي ته حضرت ابراهيمؑ ۽ حضرت اسماعيل کي خطاب ڪري فرمايو ويو ته: "طَهِّرَا بَيْتِيَ"(البقره- ١٢٥) توهان ٻئي منهنجي گهر کي پاڪ ڪريو. مومن جڏهن به سورت فاتحه پڙهندو آهي ۽ اِهْدِنَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيْمَ "اسان کي سڌي رستي جي هدايت فرماءِ" تي پهچندو آهي ته حضرت حق جي طرف کان چيو ويندو آهي: لِعَبْدِيْ مَاسَالَ: "منهنجي ٻانهي جي لاءِ آهي جيڪو اُن گهريو." ان گفتگو سان حضرت بايزيدؒ جا مقامات وڌيا. ٻهرين ئي ولايت جو ڪمال حاصل هوس. هن گفتگوءَ سان وڌيڪ ڪمال حاصل ٿيو.

## حضور ﷺ جو ڄاڻڻ تہ اُن شخص جي بيماريءَ جو سبب دعا ۾ گستاخي هئي

چوں پیمبر دید آں بے مار را
خوش نوازش کرد یارِ غار را

ترجمو: ”جڏهن پيغمبر ﷺ اُن بيمار کي ڏٺو تہ سچي دوست تي سٺي نوازش ڪيائون.“

ان صحابي رضي الله عنه کي نئين سر زندگي ملي وئي. حضور ﷺ کي ڏسي خوش ٿيو ۽ دل ۾ چوڻ لڳو تہ اها بيماري عِبادت جو سبب بڻي ۽ چيلهہ جي سور جي ڪري لامحالہ رات جو اُٿان ٿو ۽ تهجد پڙهان ٿو. بيماريءَ جي مبارڪ هجڻ جو ٻيو سبب هي آهي تہ حضور ﷺ جن جي دعا سان دوزخ کان نجات ملي وئي. بيماري غفلت جا پردا چاڪ ڪري ٿي ۽ روح کي تازو رکي ٿي. مرض جي تڪليف تي صبر ڪرڻ رحمت جو سبب آهي. مرتبن جون بلنديون مصيبتن جي پستين ۾ لِڪل آهن. غم ۽ وحشت تي صبر ڪرڻ سان ابدي زندگي حاصل ٿيندي. نفس اماره هميشہ برائي ڏانهن راغب ڪندو آهي. اُن جي مشوري جي خلاف عمل ڪريو. نفس اماره جي خلاف ڪرڻ جي سيني انبيائن وصيت ۽ نصيحت ڪئي آهي. بيشڪ، شرعي طور تي مشوري ڪرڻ جو حڪم آهي. مشوري سان انجام جي پشيماني کان نجات ملي ٿي پر نفس سان مشورو مناسب نہ آهي.

نبين ۽ رسولن جي تدبيرن سان ماڻهو هدايت يافتہ بنيا آهن. نفس اماره راهِ هدايت جي خلاف مشورو ڏيئي ڪري برباد ڪرڻ چاهي ٿو. مشورو عقلِ سليم واري سان ڪرڻ گهرجي. شرعي حڪم آهي تہ ٻار ۽ عورت جو مشورو قابل قبول نہ آهي. جڏهن عورت سان مشورو ناقابلِ قبول آهي تہ نفس جو اُن کان بہ وڌيڪ ناقابلِ قبول هجڻ گهرجي. تي سگهي ٿو تہ ان جو مقصد هيءُ هجي تہ تون سمجهي وٺ، تہ نفس هاڻي مطمئنہ ٿي ويو آهي ۽ مجاهدن کي ترڪ ڪري ڇڏ. جيڪڏهن انسان خود نفس جو مقابلو نہ ڪري سگهي تہ ڪامل عارف جي مدد حاصل ڪري. طالب جو عقل ڪامل جي عقل سان ملي ڪري طاقتور ٿي ويندو آهي. ڪمند جيڪڏهن ڪنهن ٻي پوڪ ۾ پوکيو وڃي تہ سُٺو ڪونہ ٿيندو. عام پيشن ۾ بہ اُستاد کان ئي ڪمال حاصل ٿيندو آهي.

نفس سُٺي ۽ خراب جي تميز ختم ڪري ڇڏيندو آهي. انسان جي وڏي عمر ۾ تہ نفس هر روز هڪڙو بهانو نيڪي نہ ڪرڻ جو گهڙيندو آهي. مشهور آهي تہ جادوءَ وسيلي مرد کي عورت جي ذريعي ٻڌو ويندو آهي. پوءِ اهو مرد عورت جي قابل ڪونہ رهندو آهي يعني نفس اهڙو جادو ڪندو آهي جو نيڪيءَ جي طاقت ڪانہ رهندي آهي. نفس جي مڪارين جو هڪ پردو آهي جيڪو آسمان سان لٽڪيل آهي، تان تہ اُن ۾ مبتلا ملامت جو مستحق بنجي. نفس جون مڪاريون بہ قضاءِ خداوندي سان آهن تہ پوءِ قضاءِ خداوندي ئي انهن جو علاج ڪري سگهي ٿي، انساني عقل اُنهن جي علاج کان عاجز آهي. نفس هڪ معمولي ڪيڙو هو، پوءِ نانگ بنيو ۽ نانگ مان ارڙ بنجي ويو. ضياء الحق حسام الدين کي الله تعاليٰ اها روحانيت ڏني آهي جنهن جي ذريعي اهو نفس کي راهِ راست تي آڻي سگهي ٿو. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ خُذْهَا وَلَا تَخَفْ (طٰهٰ- ٢١) ”جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺ نانگ بنجي ويئي تہ هو ڊنو.“ تڏهن حڪم ٿيو تہ ان کي پڪڙ ۽ ڊپ نہ ڪر. حضرت موسيٰ عليه السلام پنهنجو هٿ بغل ۾ وجهي ٻاهر ڪيندو هو تہ هٿ چمڪندو هو. ضياء الحق! تون بہ پنهنجي روشن ضميريءَ کان ڪم وٺي نفس جي اصلاح ڪر. اي ضياء الحق! توهان جو ڦوڪڻ اُن دوزخ جي ٻاهہ کي وسائڻ ۾ سمنڊ کان بہ وڌيڪ آهي. نفس بظاهر حقير معلوم ٿئي ٿو پر شديد تباهي جو سبب آهي. الله جو ڪرم آهي جو نفس توهان کي ننڍو نظر اچي ٿو، ورنہ اُن سان مقابلي جي همت ڇڏي ويهي رهو. جنگ بدر ۾ دشمنن کي حقير ڪري ڏيکارڻ جي اهائي مصلحتِ خداوندي هئي. جيڪڏهن ڪافرن جي فوج زياده نظر اچي ها تہ حملي ڪرڻ ۾ پس و پيش ڪرڻو پوي ها. جنگِ بدر جو جهاد باطني بہ هو ۽ جسماني بہ هو. جنگ

بدر ۾ حضور عليه السلام کي دشمن گهٽ نظر آيا. اهوئي فتح منديءَ جو سبب بڻيو جنهن سان خوشي حاصل ٿي. اهو گهٽ نظر اچڻ الله جو ڪرم هو. الله جي مدد جنهن جي شاملِ حال نہ هجي، اُن کي دشمن جو گهٽ تعداد زياده نظر ايندو آهي ۽ اهو دشمن کي قوي سمجهندو آهي. دشمنن جو گهٽ نظر اچڻ ڪڏهن الله جي ڪرم سان هوندو آهي ۽ ڪڏهن قهر سان. ڪافرن سان قهر جو معاملو هو تان تہ دوکو کائي جنگ ۾ ٽپي پون ۽ شڪست کائين. سيڪڙن کي نفس هڪ حقير شيءِ معلوم ٿيندو آهي۽ اُن جي اصلاح کي معمولي ڳالھ سمجهندو آهي حالانڪ اهو ڏاڍو خطرناڪ آهي. نفس وڏن وڏن انسانن کي تباھ ڪيو آهي. هيءُ نفس جو مثال آهي تہ اهو بظاهر معمولي واهڙ معلوم ٿيندو آهي پر وڏي ڪان وڏي انسان کي ٻوڙي ڇڏيندو آهي. هن نفس جي خون جي موج مشڪ جو دڙو نظر ايندي آهي. بصيرت اهلِ حق کي حاصل ٿيندي آهي. فرعون احمق ان جو حقدار نہ هو. اهو شخص جيڪو خدا جي وجود جو قائل نہ هجي ۽ سيني مادي تصرفات کي خود مادي ڏانهن منسوب ڪري اُن کي دهريو چئبو آهي. اهو مڪڙيءَ وانگر آهي. مڪڙي بہ پنهنجي ڄاري کي ازلي سمجهندي آهي. اهو ڪيڙو جيڪو وڻ جي ڪاٺيءَ ۾ پيدا ٿئي ٿو، اهو اُن وڻ جي ابتدا کان ناواقف هوندو آهي پر اهو جيئَ جيڪو وڻ جي حادث هجڻ کي سمجهي وڃي سو بظاهر جيئَ آهي پر حقيقت ۾ اهو عقلِ مجسم آهي. عقل هڪ مجرد شيءِ آهي جيڪا ڪيڙي جي شڪل ۾ متشڪل ٿي سگهي ٿي جيئن جن ۽ پري وغيره... پر اهو تہ پريءَ کان بہ وڌيڪ لطيف شيءِ آهي. عقل فرشتي کان بہ وڌيڪ مجرد آهي. هر سادي ۽ عام انسان جي عقل جي پرواز مکِ وانگر پستيءَ ڏانهن آهي جيڪا جهان جي حادث هجڻ ڏانهن پرواز نٿي ڪري. دهرئي ۽ عام ماڻهوءَ ۾ بہ عقل آهي جيڪو عالم جي حادث جو ادراڪ ڪري سگهي ٿو پر اُن جو تقليدي علم مانع بڻجي ٿو. تقليدي علم حقيقت تائين نٿو پهچائي ۽ انسان اُن سان دوکي ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي. ناقص عقل ۽ تقليدي علم کان جهل ۽ ديوانگيءَ جي بي عقلي بهتر آهي. ناقص عقل جنهن کي سُٺو سمجهي اُن کي برو سمجهڻ گهرجي. ناقص عقل جنهن کي زهر سمجهي اهو حقيقت ۾ آب حيات آهي ۽ جنهن کي آبِ حيات سمجهي اهو زهر آهي. ناقص عقل وارو انسان پنهنجي تعريف سان خوش ٿيندو آهي. توهان کي گهرجي تہ منهن تي تعريف ڪرڻ واري کي بُرو ڀلو چئو ۽ مُنهن تي تعريف جي نفعي ۽ سرمائي کي نيڪين سان مفلس جي حوالي ڪريو. ناقص عقل جنهن جڳھ کي امن جي جاءِ سمجهي اُن کي ڇڏي ڪري اُن جاءِ تہ وڃو جنهن کي اهو ڊپ جي جاءِ سمجهي، جنهن کي ناقص عقل عزت سمجهي اُن کان گريز ڪريو ۽ جنهن کي اهو ذلت سمجهي اُن کي اختيار ڪريو. مون دورانديش عقل کي آزمايو، ان ڪانپوءِ پنهنجو پاڻ کي ديوانو بڻائيندس.

**هڪ لنگهي جو پنهنجي آقا آڏو، هڪ بدڪار عورت سان نڪاح ڪرڻ جو عذر بيان ڪرڻ:**

گفت با دلقک شبے سید اجل

قحبۂ را خواستی تو از عجل

ترجمو: هڪڙي رات وڏي آقا لنگهي کي چيو تہ تو جلد بازيءَ ۾ رنڍيءَ سان نڪاح ڇو ڪيو؟"

مون کي ٻڌائين ها تہ پرده نشين عورت سان تنهنجو نڪاح ڪرايان ها. لنگهي (دهلاري) چيو تہ مون پرده نشين سان نڪاح ڪيو هو پر اها رنڍي بڻي ۽ آئون اِن غم ۾ ڳري ويس. اهڙي طرح عقل جا نقصان محسوس ڪري چريائي جو تجربو حاصل ڪرڻ گهرجي جهڙي طرح ان ڳائٽي پرده نشين کان عاجز ٿي رنڍيءَ جو تجربو شروع ڪيو هو، اهڙي طرح آئون عمل کان عاجز ٿي ڪري چريائي جو تجربو شروع ڪندس.

## سائل جو تدبير سان بزرگ کي ڳالهين تي آماده ڪرڻ

حضرت بهلول رحمة الله عليه، هارون الرشيد جي زماني جو هڪ معروف بزرگ هو، جنهن مصلحتاً پنهنجو پاڻ کي چريو بڻايو هو. هو ڪاٺيءَ جو گهوڙو بنائي ٻارن سان کيڏندو هو. خاموش رهندو هو. ڳالهائيندو هو ته دانائيءَ جون ڳالهيون ڪندو هو.

آں یکے می گفت خواہم عاقلے
مشورت آرم بدو در مشکلے

ترجمو: ”هڪ شخص چئي رهيو ته آئون عقلمند چاهيان ٿو ته ساڻس هڪ مُشڪل ۾ مشورو ڪريان.“

مطلب ته معرفت جو مُشڪل مسئلو اُن وٽان حل ڪرائيندس، هڪڙي شخص مذڪوره همراه کي چيو: بغداد ۾ حضرت بهلول رحمة الله عليه پنهنجو پاڻ کي چريو ظاهر ڪيو آهي. رات ڏينهن ٻارن سان راند ۾ مشغول هوندو آهي. معرفت جي علم جو لِڪل خزانو آهي. دنيا اُن جي ڪري قائم آهي. بهلول صاحبِ راءِ ۽ ذهين آهي ۽ بُلند شخصيت جو مالڪ آهي. ملائڪ اُن جي تعظيم ڪن ٿا. هُن پنهنجي مرتبي کي چريائيءَ ۾ لِڪايو آهي. هر چرئي کي الله وارو سمجهڻ به غلط آهي. تون ڀلي ۽ بُري ۾ امتياز نه ڪري سگهئين. جڏهن ولي اصل حالت ۾ هو ته تون اُن کي نه سڃاڻي سگهئين ته هاڻي جڏهن هو چريائي ۾ لِڪل آهي ته تون ان کي ڪيئن سُڃاڻي سگهندين!؟ ولي جنهن کي چاهيندو آهي پنهنجي ولايت کان روشناس ڪرائيندو آهي، محض عقل سان ڪنهن عارفن کي نٿو سڃاڻي سگهجي. اهڙو چور جهڙي طرح ادنيٰ انسان کي عقل سان نٿو سُڃاڻي سگهي ته اعليٰ انسان کي عقل سان ڪيئن ٿو سُڃاڻي سگهي.

## هڪ نابينا فقير تي ڪُتي جو حملو ڪرڻ:

یک سگے در کوئے بر کورے گدا
حملہ می آورد چوں شیر وغا

ترجمو: ”هڪڙي ڪُتي ڪنهن گهٽيءَ ۾ نابينا فقير تي شينهن وانگر حملو ڪري ڏنو.“

ڪتا يعني اڻ ڄاڻ، درويشن جي آزارڻ پُنيان هوندا آهن حالانڪ اهي درويش ايتري قدر بلند مرتبہ هوندا آهن جو چنڊ جهڙيون روشن دليون سندن پيرن جي خاڪ کي سُرمو سمجهنديون آهن. نابين، ڪتي جي تعظيم ۾ هيءَ چوڻ شروع ڪيو ته مجبوريءَ ۾ انسان گڏهه کي به پيءُ بنائيندو آهي. مون جهڙي ڪمزور شڪار سان توکي ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ علم جي هيءَ فضيلت آهي ته انڌڙا به اُن کي حاصل ڪري منزل ماڻي وٺن ٿا ته پوءِ ساڄه وند انسان علم ذريعي ڪيتري قدر فضيلتون حاصل ڪري سگهي ٿو! اصحابِ ڪهف جي ڪتي جو نالو قطمير هو. ڪُتي کي به اهڙو نور عطا ٿي ويندو آهي جنهن سان اهو پنهنجي مالڪ کي سڃاڻندو آهي. اي خدا اهو نور اسان کي به عطا ڪر، جنهن سان اسين پنهنجي مالڪ کي سُڃاڻون!

انڌي جو نه سُڃاڻڻ حقيقت ۾ قلبي بصيرت نه هجڻ جي ڪري آهي. زمين جون اکيون نه آهن پوءِ به اها سُڃاڻي ٿي. حضرت موسيٰ عليه السلام کي اُن سڃاتو ۽ ساڻس سُٺو معاملو ڪيو. نيل جي زمين سُڪي ويئي هئي ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام دريا پار ڪري ويو. قارون کي سُڃاڻي ڳيهي ويئي. مُنڪرن کي زلزلي سان هلاڪ ڪيائين. حضرت نوح عليه السلام جي نجات ۽ چونڪاري جي لاءِ زمين پاڻيءَ کي ڳوري ويئي. عناصرِ اربعہ جون اکيون نه آهن پر اهي الله تعاليٰ کي خوب سڃاڻن ٿا. انسان جون اکيون آهن. غير الله کي خوب سُڃاڻي ٿو پر انبيائن جي ڏيکارڻ جي باوجود الله تعاليٰ کان بيخبر بنيل آهي. اَشْفَقْنَ مِنْهَا (الاحزاب- ٧٢) قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي ته الله تعاليٰ امانت جو بار آسمانن،

زمين ۾ جبلن تي وجهڻ گهريو پر اهي ڊڄي ويا ۽ ان کي قبول نه ڪيائون. سندن ڊڄڻ جو سبب هي هو ته ان جي تحمل جي لاءِ حيوانيت جا اوصاف ضروري هئا، جن ۾ خدا کان غفلت جو مادو به آهي. انهن اِن وصف کان ڊڄي ڪري امانت جي تحمل کان انڪار ڪيو. مخلوق سان اهڙو تعلق هجي جو جيڪڏهن اهو ختم ٿي وڃي ته انسان يتيمن وانگر نڌڻڪو ٿي پوي. حيوانيت جي هوندي خدا سان اُنس قلبِ سليم جو ڪم آهي جيڪو اسان کي حاصل نه آهي. ايستائين جو اهو قول اُن ڪائنات جو هو جنهن امانت جو بار کڻڻ کان انڪار ڪيو آهي.

انڌو چور کي نٿو سُڃاڻي. روئي ۽ دانهون ڪري ٿو. جڏهن انسان نورِ چشم ۽ نورِ باطن کان محروم هجي ته پوءِ چور کي نٿو سڃاڻي سگهي، جڏهن چور اقرار ڪري ته پوءِ سخت گيري ڪرڻ گهرجي تان ته اهو چوريءَ جو پورو پتو ٻڌائي. اهو ئي معاملو انسان جو پنهنجي نفس سان هجڻ گهرجي. صوفين جي اصطلاح ۾ نفس سان مجاهدو ڪرڻ جهادِ اڪبر آهي. نفس سڀ کان پهريان انسان جي بصيرت چورائيندو آهي. انساني نفس جڏهن انسان کي حِڪمت ۽ دانائي کان محروم ڪري ته اها حڪمت دوباره اهلِ دل کان حاصل ڪري سگهجي ٿي، ڪُورِ باطن (دل جو انڌو) باوجود ظاهري حواسن جي شيطاني اثرات کي محسوس نٿو ڪري سگهي. حڪمت اهلِ دل وٽ آهي. عوام بي حس پٿر آهي. اسين حضرت بهلول رحمة الله عليه واري قصي کي دوباره شروع ڪريون ٿا. حضرت بهلول رحمة الله عليه جو رُتبو پيءُ وارو هو پر هو ٻار بنيل هو.

**محتسب جو هڪ بدمست کي قيدخاني ڏانهن سڏڻ:**

هن قصي جو مقصد هيءُ ٻڌائڻ آهي ته ناسوتي انسان کي لاهوتيءَ جي رازن جو علم نه هوندو آهي.

*محتسب در نیم شب جائے رسید*
*در بُنِ دیوار مستے خفتہ دید*

ترجمو: ”چوڪيدار اڌ رات جو هڪ جاءِ تي پُهتو ته پٽ جي اوٽ ۾ هڪ مست کي ستل ڏٺائين.“

چوڪيدار مست کان پُڇيو: تو ڇا پيتو آهي؟ جنهن جي ڪري نشي ۾ آهين! مست جواب ڏنو: جيڪو صراحيءَ ۾ آهي، اهو پيتو اٿم. چوڪيدار چيو: صاف ٻڌاءِ ته صراحيءَ ۾ ڇا آهي؟ مست جواب ڏنو: جيڪو مون پيتو اهو صراحيءَ ۾ آهي. چوڪيدار چيو: اها ڳالهه واضح نه ٿي ٿئي، نيٺ تو جيڪو پيتو آهي سو ڇا آهي؟

چوڪيدار ۽ مست جو اهو سوال جواب هلندو رهيو. چوڪيدار گڏهه وانگر گپ ۾ ڦاسي ويو. چوڪيدار چيو: خبردار هاڻي توکي قيدخاني ۾ وڃڻو آهي. ان تي ”هاءِ هاءِ! ڪندي ان مست چيو: آها،... ها،... ها،... مطلب ته آئون خوش آهيان. مست چيو ته هاءِ! هاءِ! تون غمزده ڪرين ٿو. هونئن شرابي ته مستيءَ ۾ خوشيءَ جا نعرا لڳائيندو آهي. چوڪيدار چيو: اٿي هل، جهڳڙو ختم ڪر. مست چيو: تنهنجو ۽ منهنجو رستو جدا آهي. آئون توسان گڏ ڇو هلان؟ جيڪو خود اُگهاڙو هجي ان جا ڪپڙا گروي ڪيئن رکي سگهجن ٿا. مون کي قيدخاني تائين هلڻ جي لاءِ چوڻ ائين ئي آهي جيئن اگهاڙي کي ڪپڙا گِروي ڪرڻ جو چيو وڃي. جيڪڏهن ٻاهر هلڻ جي طاقت هجي ها ته گهر هليو وڃان ها ۽ هي قِصو پيش نه اچي ها...

بزرگ رومي رحمة الله عليه وچ ۾ شرابيءَ جو قِصو شروع ڪري ڇڏيو. هاڻي وري حضرت بهلول رحمة الله عليه جي ڳالهه شروع ڪري ٿو. حضرت بهلول رحه مشوري گهرڻ واري کي چيو ته جيڪڏهن مون ۾ عقل هجي ها ۽ آئون پنهنجي قابو ۾ هجان ها ته ٻيا مشائخ منهنجي طريقت واري پاڇي هيٺ هجن ها. منهنجي به جهولي ۾ ٻيڪ روزانه نظر ۽ بخشش جي هجي ها. تو غلط انتخاب ڪيو. راز دريافت ڪرڻو آهي ته ڪهف دراز ريش بزرگ وٽ خانقاهه ۾ وڃ.

## سائل جو شيخ کان ٻيهر حال احوال معلوم ڪرڻ

گفت آں سائل کہ آخر یک نفس

اے سوارہ دنے ایں شواراں فرس

ترجمو: ”ان سائل چيو ته نيٺ ٿوري دير جي لاءِ اي ڪاٺي جي گهوڙي جا سوار! گهوڙي کي هن پاسي ڏانهن هڪل.“

حضرت بهلول ڪاٺيءَ جو گهوڙو ٺاهي ان تي سوار ٿيو. گهوڙي کي اوڏانهن موڙي چيائين: جلدي ڪر، منهنجو گهوڙو سرڪش آهي. ڇا ٿو پُڇين؟ مشوري گهرڻ واري راز دل چوڻ جو اهو موقعو مناسب نه سمجهي ٻي ڳالهه شروع ڪري ڇڏي ۽ مذاق ۾ چوڻ لڳو ته گهٽيءَ ۾ مون هڪ عورت ڏٺي آهي، ان سان شادي ٿو ڪريان. اهو منهنجي لاءِ مناسب ٿيندو؟ درويش جواب ڏنو ته دنيا ۾ عورتون ٽن قسمن جون آهن. ۽ مصيبت ۽ هڪ گنج روان آهي (گنج روان نه ختم ٿيڻ واري خزاني کي چئبو آهي. اهو قارون جي خزاني جو نالو آهي) هڪ عورت اها آهي جيڪا ننهن ڪان چوٿيءَ تائين هوندي آهي. ٻي عورت اڌ مڙس جي لاءِ ۽ اڌ مڙس کان اجنبي هوندي آهي. ٽئين قسم جي عورت مڙس کان بلڪل بيگاني هوندي آهي. تو اها ڳالهه ٻڌي! هاڻي پيچ، منهنجو گهوڙو لتون هڻندءِ. تون مري پوندين. همراهه شيخ کي عرض ڪرڻ لڳو ته منهنجي لاءِ عورتن جي ٽنهي قسمن مان ڪا منتخب ڪريو. درويش گهوڙو ورائي چيو ته اڻپرڻيل عورت سان شادي ڪئي وڃي ته اها سڄي مڙس جي هوندي آهي. بيوه جو تعلق پهرئين مڙس سان به باقي رهندو آهي، انهيءَ ڪري اڌ تنهنجي هوندي. جيڪا عورت مڙس جي بلڪل نه آهي، اها اهڙي بيوهه عورت هوندي آهي جنهن جو پهرئين مڙس مان اولاد به هجي. ائين چئي درويش گهوڙو ڊوڙايو ۽ ٻارن سان راند ۾ لڳي ويو. سوال ڪرڻ واري همراهه درويش کي عرض ڪيو ته اي شهنشاهه! هڪڙو سوال رهجي ويو. اُهو، اِهو ته هيڏي عقل ۽ ادب جي هوندي هيءُ ڪهڙو روپ ڌاريو اٿوَ؟ توهان سچ آهيو. پاڻ کي چريائي ۾ ڇو لِڪايو اٿوَ؟ بزرگ جواب ڏنو ته هن شهر جا ماڻهو مونکي قاضي بنائڻ چاهين ٿا. انهن کي ٽارڻ جي لاءِ هي طريقو اختيار ڪيو اٿم، باقي حقيقت ۾ اهوئي آهيان جيڪو هوس. عقل بمنزل خزاني جي آهي ۽ دفينو هميشه ويراني ۾ هوندو آهي. انهيءَ ڪري مون پنهنجي ظاهر کي ويرانو بنائي رکيو آهي. هاڻي جيڪڏهن آئون عقل جو اظهار ڪريان ته چريائي ٿيندي. ويرانو ته اهو آهي جيڪو پنهنجي عقل جي نمائش ڪري ۽ بوقت ضرورت اُنکي لِڪائڻ جي لاءِ ويرانو ۽ چريو نه ٿئي. ان جو مثال ته اُن شخص جهڙو آهي جنهن جي گرفتاريءَ جي لاءِ سپاهي اچي رهيو هجي ۽ اهو وري به گهر ۾ نه لِڪي. جيڪو عقل پختو ۽ پائيدار هوندو آهي. اهو نمائش کان مستغني هوندو آهي. منهنجو عقل ان کان افضل آهي جو آئون اُن کي دنياوي ڪمن ۾ خرچ ڪريان. آئون پنهنجي علوم ۽ معارف مان خود استفاده ڪريان ٿو. جنهن علم جو مقصد صرف دنيا هوندي آهي، اهو دنياوي علم جي برابر آهي. حقيقي علم جي منشا دنيا کان ڇوٽڪارو ۽ تقرب الي الله هوندي آهي. جنهن طالب علم جو مقصد دنيا هجي ان جو مثال چور جهڙو آهي جيڪو روشنيءَ کان ڀڄي ٿو. هيءُ به نورِ معرفت کان متنفر آهي. اهڙي طالبِ علم کي جيڪڏهن خدا عقل عنايت فرمائي ته پکين وانگر عالمِ بالا ڏانهن پرواز ڪري. اهو علم جنهن ۾ حقانيت جو نور نه هجي ۽ اُن ۾ محض عقلي ٽپ ٽاپ هجي اهو بيجان ۽ داد ڏيڻ وارن جو محتاج هوندو آهي. داد ڏيڻ وارا نه هوندا آهن ته فنا ٿي ويندو آهي. حضرت بهلول رحمة الله عليه فرمايو ته منهنجي علم جو خدا خريدار آهي، انهيءَ ڪري اهو علم منهنجي عروج جو سبب آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته خدا مومنن کان سندن جانيون ۽ مال خريد ڪري ورتا آهن، ان جي عيوض انهن جي لاءِ جنت آهي. (التوبه- ١١١) هاڻي مون کي جمال جو ديدار حاصل آهي. اهو عالم جيڪو پنهنجي علم تي انسان کان داد جو طالب آهي اهو مِٽي ڪائڻ واري وانگر آهي جنهن جو چهرو هيڊو نظر ايندو آهي ۽ چهري جي زردي شرمندگيءَ جي علامت آهي. ڪنهن دل واري جي دل وٺو.

سندس دل جي نور سان توهان جو چهرو گل بابونہ وانگر سرخ ۽ تڙيل رهندو، جيڪو خوشيءَ ۽ جواني جي علامت آهي. جيڪا دلماديت جي طالب هجي اها حقيقت ۾ دل ئي نہ آهي، ورنہ پوڙهي شيءِ ۽ گهٽ شيءِ جي ڪيئن طالب بنجي سگهي ٿي. جيئن تہ ماديات ڪان دل کي هٽائڻ ڏکيو ڪم آهي، انهيءَ ڪري بزرگ رومي رحمه الله الله کي سوال ڪري ٿو تہ اي الله اسان جي دل کي ماديات ڪان متنفر ڪر، تون اسان کي شہ رڳ ڪان بہ وڌيڪ قريب آهين. اسين نفس جي فريب ڪان نجات ۽ ڇوٽڪاري جي لاءِ جيڪا دعا گهري رهيا آهيون اها بہ تنهنجي توفيق سان آهي. اسان جي طبيعت بڻي جهڙي آهي. دعا باغ وانگر آهي. باھ جي بڻيءَ ۾ باغ اوپائڻ قدرتِ خداوندي جو هڪ مِثال آهي. انساني جسم جي رت ۽ آنڊن ۾ عقل جهڙي شيءِ پيدا فرمائڻ قدرتِ خداوندي جو ٻيو مثال آهي. انسان جي اکين ۾ اهڙو نور پيدا ڪرڻ جيڪو آسمان تائين پهچي ٿو قدرتِ خداوندي جو ٽيون مثال آهي. انسان جي زبان مان جيڪا محض هڪ گوشت جو ٽُڪرو آهي، حڪمت ۽ دانائيءَ جون ڳالهيون ڪنن تائين پهچن ٿيون ۽ ڪن انهن کي روح تائين پهچائين ٿا، جنهن سان انسان ۾ هوش مندي پيدا ٿئي ٿي. اهو قدرتِ خداوندي جو چوٿون مثال آهي. حڪمت جي باغ ۾ پهچڻ جو رستو شريعت آهي. ٻيا باغ هِن جون شاخون آهن: تَجۡرِىۡ مِنۡ تَحۡتِهَا الۡاَنۡهٰرُ (البقره- ٢٥) بزرگ رومي رحہ هن آيت ۾ نهرن مان حڪمت ۽ معارفِ الاهيءَ جون نهرون مراد ورتيون آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ جيڪڏهن الله جي نعمتن کي ڳڻيندؤ تہ شمار نہ ڪري سگهندؤ الله جي نعمتن جو شڪريو ادا ڪرڻ ناممڪن آهي، ڇاڪاڻ تہ نعمت تي شڪر ادا ڪرڻ خود هڪ نعمت آهي. هاڻي جيڪڏهن اُن جو شڪريو ادا ڪندؤ تہ اُن جي هڪ ٻي نعمت موجود ٿي ويندي ۽ اهو سلسلو ڪڏهن ختم نہ ٿيندو ۽ توهان شُڪرئي مان فارغ ئي نہ ٿي سگهندؤ اسين اُن شڪرئي ڪان عاجز آهيون. بس اسان جو اهو ئي شڪريو آهي.

**بيمار کي حضورﷺ جن جي نصيحت واري قصي جو باقي رهيل حصو**

گفت پیغمبر مر آں بیمار را
چوں عیادت کرد یارِ زار را

ترجمو: ”پيغمبرﷺ جن اُن بيمار کي فرمايو، جڏهن بيمار دوست جي مزاج پرسي ڪئي.“

تو شايد ڪا دعا گُهري آهي. ناداني‌ءَ سان زهريلو شوربو پيتئي. ياد ڪر، ڪهڙي دعا گهري اٿئي؟ جڏهن نفس جي مڪرن سان پريشان ٿيو آهين. چيائين: دعا وسري ويئي اٿم. توجہ دل تي وجهو تہ ياد اچيم. حضورﷺ جن جي باطني توجہ سان سندن قلب مبارڪ مان اُن جي قلب تائين نور پهتو جنهن سان دعا ياد اچي ويس. صحابيءَ کي دعا ياد اچي ويئي ۽ چوڻ لڳو تہ جڏهن آئون گناھ ۾ مبتلا ٿيس. گنهگار نجات جو دروازو ڪڙڪائيندو آهي ۽ گنهگارن جي لاءِ سخت عذاب آهي. انهن حالتن ۾ پريشان ٿي ويس! نہ صبر جو مقام ۽ نہ ڀڄڻ جي جاءِ رهي، نہ توبہ جي اميد ۽ نہ جهڳڙي جي جاءِ! آئون غم ۾ هاروت ۽ ماروت وانگر آهون ڪري رهيو هوس (هاروت ۽ ماروت اهي ٻہ ملائڪ جيڪي پنهنجي گناهن جي پاداش ۾ بابل جي کوھ ۾ اُبتا ٽنگيل آهن. اها ڳالھ شرعي اعتبار سان محض هڪ افسانو آهي جنهن جي ڪا حقيقت نہ آهي)

**آخرت جي عذاب جي ڏکيائي ۽ سختيءَ جو ذڪر:**

از خطر ہاروت و ماروت آشکار
چاہِ بابل را بکردند اختیار

ترجمو: ”هاروت ۽ ماروت خطرن جي ڪري بابل جي کوھ کي پسند ڪيو.“

قصو هيئن آهي تہ هاروت ۽ ماروت زهره سان زنا ڪئي. تڏهن ڪين چيو ويو تہ آخرت ۾ عذاب پوڳيو يا دنيا ۾، جنهن جي هيءَ صورت ٿيندي تہ اهڙي کوهہ ۾ جنهن ۾ دونهون ڀريل هوندو، منجهس قيامت تائين اُبتا ٽنگيا ويندا. ان تي انهن دنيا جي سزا کي پسند ڪيو. هاروت ۽ ماروت ماڻهن کي جادوءَ جي تعليم ڏيندا هئا. اهو انسان قابلِ مبارڪباد آهي جيڪو پنهنجي جسم کي دنياوي تڪليفن ۾ مبتلا ڪري عبادتون ۽ مُجاهدا ڪري ۽ آخرت جي عذاب کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري. جسم سان اهو ئي انصاف آهي تہ عبادت ڪري اُن کي آخرت جي عذاب کان ڇڏائجي.

اُن اصحابي حضور ﷺ کي عرض ڪيو تہ مون اها ئي دعا گهري هئي تہ مونکي آخرت بجاءِ دنيا ۾ عذاب ۾ مبتلا ڪيو وڃي. پاڻ فرمايائون تہ خبردار! وري اهڙي دعا نہ گهرج، پاڻ پنهنجيون پاڙون نہ پَٽ! صحابي چيو توبهہ ڪيم، آئنده عذاب ڀوڳڻ جي دعا ڪونہ گهرندس، پر معافي جي درخواست ڪندس. هيءَ دنيا تيهہ آهي ۽ توهان موسيٰ عليه السلام آهيو ۽ اسين گناهن جي ڪري تيهہ ۾ مبتلا آهيون. تيهہ اهو بيابان هو جنهن ۾ نافرمانين جي ڪري بني اسرائيل چاليهن سالن تائين سرگردان ڦِرندا رهيا. ان ميدان ۾ انهن تي من و سلويٰ بہ لٿو ۽ پٿر جي پاٽيءَ جا چشما بہ ڦُٽا. بني اسرايل تيهہ ۾ صبح جو هلندا هئا پر شام جو وري اُتي ئي اچي پهچندا هئا، نڪرڻ جو ڪو رستو ڪونہ ملندو هون. اهو ئي حال اسان جو آهي. توبهہ ۽ استغفار سان قُرب الاهي حاصل ٿيندو آهي پر اسين گناهہ ڪري ويهي رهون ٿا. نتيجي ۾ اُتي جو اُتي بيٺا آهيون.

**موسيٰ عليه السلام جي قوم ۽ سندن شرمندگيءَ جو تذڪرو:**

*قوم موسیٰؑ راه می پیموده اند*

*آخر اندر گام اول بوده اند*

ترجمو: "حضرت موسيٰ عليه السلام جي قوم رستو طئي ڪندي هئي پر وري بہ ساڳي جاءِ تي هوندي هئي."

بني اسرائيل چوندا هئا تہ جيڪڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام بلڪل خوش هجي ها تہ اسين تيهہ کان نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃون ها، جيڪڏهن بلڪل ناراض هجي ها تہ اسان تي من و سلويٰ جو لهي ها ۽ پٿر مان پاٽيءَ جا چشما جو ڦُٽن ها. جيڪڏهن ناراض هجي ها تہ من و سلويٰ بدران اسان تي باهہ نازل ٿئي ها. حضرت موسيٰ عليه السلام جي دل ۾ اسان سان پيار بہ آهي ۽ ناراضگي بہ آهي. ان جي ڪاوڙ اسان جي تباهيءَ جو سبب آهي. اسين اُن وقت جا مُنتظر آهيون جڏهن خدا جي مهربانيءَ سان سندس ڪاوڙ بردباريءَ ۾ تبديل ٿي وڃي.

ان بيمار صحابيءَ حضرت موسيٰ جو ذڪر ڪري انهن جون ڪجهہ فضيلتون بيان ڪيون. هاڻي فرمائي ٿو تہ اهي فضيلتون حقيقت ۾ توهان جون آهن پر جيئن تہ مُنهن تي تعريف ڪرڻ سان توهان کي ناگواري ٿئي ٿي انهيءَ ڪري مون حضرت موسيٰ عليه السلام جي لِڪ ۾ توهان جي فضيلت جو ذڪر ڪيو آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام خود اُن کي ناپسند ڪري ها جي سندن موجودگيءَ ۾ سندن جي تعريف ڪئي وڃي.

اسان بندگيءَ جو وعدو ڪيو جيڪو هزارين دفعا ٽُٽو. الله تعاليٰ ربوبيت جو اظهار ڪيو جيڪو هر وقت برقرار آهي. ڪڏهن اسين توبهہ ڪريون ٿا، ڪڏهن اُن کي ٽوڙيون ٿا. ڪڏهن اطاعت ۽ عبادت ڪريون ٿا. ڪڏهن نافرماني ڪريون ٿا ۽ اهو سڀ ڪجهہ قدرتِ خداونديءَ جو ظهور آهي. جيڪڏهن تون اسان کي امتحان ۾ نہ وجهندين تہ ٻيون رسوائيون لِڪل رهنديون. الله تعاليٰ جو جمال ۽ ڪمال لامحدود آهي ۽ ٻانهي جون خطائون لامحدود آهن، ان ڪري اهو ئي پرده پوشي ڪري سگهي ٿو. اسان جي پرده پوشيءَ جا ظاهري اسباب ختم ٿي ويا آهن. لِباس جي فقط هڪ تار رهجي ويئي آهي. نيڪيءَ جون سيئي قوتون اسين فنا ڪري چڪا آهيون اُن جا فقط آثار باقي رهجي ويا آهن. جيڪي ڪجهہ باقي آهي ان جي حفاظت ڪر، تان تہ بلڪل تباهي نہ ٿئي!

اسان تي رحم پنهنجي قديم رحم جي طفيل ڪر، جيڪو گنهگارن کي معاف ڪرڻ جي لاءِ تلاش ڪندو آهي. انسانن ۽ جانورن ۾ رحم جو مادو خدا جي رحمت جو جزو آهي. جيڪڏهن اسان جا هي دعائيہ الفاظ پسند نہ آهن تہ تون ئي ڪا بہ دعا سيکار جيئن تو حضرت آدم عليه السلام کي خود سيکاري هئي جنهن سان اُن جي لغزش معاف ٿي. حقيقت ۾ شيطان جيڪو مڪر حضرت آدم عليه السلام جي نقصان جي لاءِ ڪيو، اهو اُن جي نقصان جو سبب بڻيو ۽ توبهہ ڪانپوءِ حضرت آدم عليه السلام کي وڌيڪ قُرب حاصل ٿي ويو. شيطان پنهنجي مڪر ڏانهن ڌيان ڪيو. الله تعاليٰ جي تدبيرن کي ذهن ۾ نہ رکيو ۽ پنهنجي مڪر سان خو دبرباد ٿي ويو. شيطان حضرت آدم عليه السلام کي تباهہ ڪرڻ جي لاءِ مڪر ڪيو ۽ خود اُن جي ڄار ۾ ڦاسي ويو. شيطان جي لاءِ الله جي لعنت اڪ جي پٽي ثابت ٿي. اهو پنهنجي انجام کي نہ ڏسي سگهيو. شيطان تہ حضرت آدم عليه السلام جي تباهيءَ جو سبب نہ بڻيو البتہ حضرت آدم عليه السلام شيطان جي تباهيءَ جو سبب بڻجي ويو. جڏهن کو خدا جي لعنت ۾ گرفتار ٿئي ٿو تہ ڪج بين، حاسد، متڪبر ۽ ڪينہ پرور بڻجي وڃي ٿو.

برائيءَ جو وبال خود بُرائي ڪرڻ واري کي ڀوڳڻو پوندو. جيڪڏهن تڪبر نہ هجي تہ انسان پنهنجي برائي کي برائي سمجهي ڪري ازالو ڪندو آهي. پنهنجي خطا تي جيڪڏهن انسان درد پڇتاءُ محسوس ڪري تہ نجات ۽ ڇوٽڪارو ملي وڃي ٿو. ماءُ کي جيڪڏهن ويم جا سور نہ ٿين تہ خوش ڪن نتيجو سامهون نہ اچن. پلائي جون طاقتون دل ۾ بمنزل حمل جي آهن ۽ روح انساني حامل آهي ۽ وعظ و نصيحت اُن قويٰ کي ڪم آڻڻ واريون شيون آهن. ان ڪري اهي بمنزل دائيءَ جي آهن. ناصح جي نصيحت سان جيڪڏهن پڇتاءُ جو احساس نٿو ٿئي تہ ڀلائيءَ جون طاقتون ڪم نٿيون اچن. جهڙي طرح دائي تڏهن ٻار ڄڻائيندي آهي جڏهن تہ عورت کي ويم جا سور ايندا آهن. جنهن ۾ درد جو مادو نہ آهي اهو بي درد ڏاڍيل وانگر آهي. بي درد متڪبر هوندو آهي ۽ تڪبر جو آخري درجو هيءَ آهي تہ انسان پنهنجو پاڻ کي خدا جو درجو ڏيئي ڪري خدائي جي دعويٰ ڪندو آهي، جيئن متڪبر بي درد فرعون اَنَا رَبُّكُمُ الْاَعْلٰى ﴿﴾ (النّٰزعٰت- ٢۴) چيو هو. اهو ئي اَنَا الْحَقُّ چوڻ جو هڪ مطلب اهو بہ آهي.

پهريان بزرگ رومي رحمة الله عليه اَنَا الْحَقُّ چوڻ کي بي دردي ۽ تڪبر جو بنياد ڄاڻايو هو. هاڻي اُن جو تفصيل فرمائي ٿو تہ بي وقت اَنَا الْحَقُّ چوڻ منع آهي پر موقعي تي چوڻ درست آهي. منصور حلاج رحمة الله عليه وحدت الوجود جي غلبي ۾ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري ۽ صفاتِ خداوندي سان متصف ٿي حق جي علامت بڻجي ڪري اَنَا الْحَقُّ چيو تہ اهو موجبِ رحمت هو. فرعون بي موقع چيو تہ موجبِ لعنت ٿيو. جيڪو ڪُڪڙ ڪُمهلي ٻانگ ڏي اُن کي ذبح ڪيو ويندو آهي. اهڙي طرح فرعون بي وقت اناالحق چيو ۽ هلاڪ ڪيو ويو. جيڪڏهن انسان جو نفس تڪبر ۾ اناالحق جو مدعي بڻجي تہ اُن جي ڪنڌ ڪپڻ جي ترڪيب هيءَ آهي تہ مجاهدن جي ذريعي اُن کي قتل ڪري. نفس کي مارڻ سان انسان جي نجات ٿي ويندي آهي، جيئن وڇونءَ جو ڏنگ ٽوڙيو وڃي تہ بہ اهو هلاڪ ٿيڻ کان بچي ويندو آهي. جيڪڏهن نانگ جو زهريلو ڏند ٽوڙيو وڃي تہ اهو هلاڪت کان بچي ويندو آهي. اهڙي ريت نفس کي ڪامل جي پاڇي هيٺ ماري سگهجي ٿو. ڪامل عارف جو دامن پڪڙڻ بہ توفيقِ خداوندي آهي ۽ طالب کي باطني قوت سچي سونهين کان حاصل ٿئي ٿي. غزوه بدر ۾ جڏهن حضور صلى الله عليه وسلم هڪ مُٺ مٽيءَ جي دشمنن ڏانهن اُڇلي ۽ اُن سان انهن جون نظرون خيره ٿي ويون تہ قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو وَمَا رَمَيْتَ اِذْ رَمَيْتَ (الانفال- ١٧) ”اهو توهان جو اُڇلائڻ ڪونہ هو خدا جو اُڇلائڻ هو“ يعني طالب کي مراد ئي سان قوت حاصل ٿئي ٿي، انهيءَ ڪري اُن جو فعل اُن ڏانهن منسوب ٿي وڃي ٿو. خدا ئي دستگيري فرمائي ٿو: ان سان جذب جي اميد ڪر، جيڪڏهن وصول الي الحق ۾ دير لڳي تہ گهبرائڻ نہ گهرجي. جهڙي طرح خدا جو عذاب دير ۾ ايندو آهي ۽ سخت ايندو آهي، اهڙي طرح اُن جي رحمت بہ آزمائش کان پوءِ متوجهہ ٿيندي آهي. اُن جي رحمت آزمائشن کانپوءِ جڏهن متوجهہ ٿيندي آهي تہ پوءِ ايتري قدر قُرب حاصل ٿيندو

آهي جو هڪ گهڙيءَ جي لاءِ به دوري ڪونه ٿيندي آهي.

پاڻ سڳورن يهودين جي سوال تي جواب ڏيڻ جو وعدو ڪيو پر "انشاء الله" نه چيائون ته ڪائنئن وحيءَ جو انقطاع ٿي ويو، جنهن سان حضور ﷺ کي ڏاڍي پريشاني ٿي پر پوءِ انتهائي پيار سان حضور ﷺ جن کي سوره والضحيٰ جي ذريعي تسلي ڏني ويئي. بي وقت اناالحق چوڻ ۽ قلب ۾ بُرين قُوتن جو پيدا ٿيڻ به الله تعاليٰ جو فعل آهي. هونئن اهو بظاهر ڪمالِ خداوندي جي خلاف آهي. بُزرگ رومي رحمة الله عليه جواب ۾ فرمائي ٿو ته بديءَ جو خُلق ۽ پيدائش به الله جو ڪمال آهي ۽ ان ڳالهه کي هڪڙي مثال ۾ سمجهائي ٿو.

**هن معنيٰ جي بيان ۾ هڪڙو مثال: نُؤمِنُ بِالْقَدَرِ خَيْرِهٖ وَشَرِّهٖ يعني اسان ايمان آندو سُٺي ۽ بُري تقدير تي:**

ڪرد نقاشے دوگونه نقشها

نقشهائے صاف ونقش بے صفا

ترجمو: "هڪڙي نقاش ٻن قسمن جا نقش بنايا: سُٺا نقش ۽ بُرا نقش!"

مطلب ته هڪڙو حسين نقش ۽ ٻيو خراب نقش بنايائين. حضرت يوسف عليه السلام جو نقش حسين ترين آهي، پوت ۽ شيطان جو نقش پيانڪ ۽ خراب آهي. حسين نقش ۽ خراب نقش جيڪڏهن مڪمل آهن ته نقاش جي ڪمال تي دلالت ڪندڙ آهن. حسين نقش مان هر انسان لُطف اندوز ٿيندو آهي. حسين نقش کي حسين ترين بنائڻ مصور جو ڪمال آهي ۽ خراب نقش کي انتهائي خراب بنائڻ به نقاش جو ڪمال آهي. جيڪڏهن الله تعاليٰ بدصورت بنائڻ جي طاقت نٿو رکي ته اهو اُن جي ناقص هجڻ جو دليل ٿيندو ۽ الله تعاليٰ هر طرح جي نقصن کان پاڪ آهي، انهيءَ ڪري الله تعاليٰ کي مومن ۽ ڪافر ٻنهين جو خلاق مڃڻو پوندو. ڪفر ۽ ايمان اُن جي خلاقي ۽ خدائي جا گواهه آهن ۽ ٻئي اُن کي سجدو ڪن ٿا. ڪافر ۽ مومن جي سجدي ۾ فرق هيءُ آهي ته مومن جو سجدو اختياري ۽ رضاءِ قلب سان آهي ۽ ڪافر جو سجدو اضطراري آهي ۽ اضطراري نه ايمان معتبر آهي ۽ نه عبادت. مضطر جيڪو ڪم ڪندو آهي اُن ۾ سندس قصد ۽ ارادو شامل ڪونه هوندو آهي. اضطراري عبادت جو مثال هي آهي ته هڪ اهڙو شخص جنهن جو ارادو بغاوت ڪرڻ جو آهي پر هڪ قلعو تعمير ڪري ٿو ۽ مجبوراً ظاهر اهو ٿي ڪري ٿو ته اهو قلعو بادشاهه جي لاءِ بنائي رهيو آهي. جڏهن ته سندس اصل ارادو هيءُ آهي ته بغاوت ڪري اُن قلعي ۾ بادشاهي ڪندو. اهڙي ماڻهوءَ جو انجام تباهيءَ کان سواءِ ڪُجهه نه آهي. قلعي جا مفاد اُن کي حاصل ڪونه ٿيندا. اهڙي طرح ڪافر جو اضطراري سجدو اُن جي لاءِ قطعي مفيد نه آهي. مومن صحيح نيت سان ڪم ڪري ٿو ته مقصد کي لهي ٿو. سڄي بحث جو خلاصو هي ٿيو ته جيڪو اُن گهريو سو ڪيائين. سُٺي ۽ خراب کي ڪنڍي ۽ گُل وانگر ڪيائين. شهنشاهي خدا جي صفت آهي. الله تعاليٰ پنهنجي هر فعل ۾ مختيار ڪُل آهي.

**حضور ﷺ جن جو بيمار کي نصيحت ڪرڻ ۽ دعا سيکارڻ:**

گفت پیغمبر مر آں بیمار را

ایں بگو کہ سہل کن دشوار را

ترجمو: "حضور ﷺ جن بيمار کي فرمايو ته هيئن چئو ته اي خدا مُشڪل کي آسان ڪر."

مطلب ته انسان کي هر حالت ۾ پنهنجي ڀلائيءَ جي لاءِ دعا ڪرڻ گهرجي. پُلصراط تان مومن ۽ ڪافر ٻنهين جو گذر ٿيندو. پُلصراط جهنم تي قائم ڪئي ويندي. مومن پلصراط تان لنگهي جنت ۾ پهچي ويندو. حضور ﷺ جي ڏسيل ۽ سيکاريل دعا جو اثر هي ٿيندو ته پلصراط تان لنگهڻ ۾ دوزخ جو منظر مومن جي لاءِ سبز باغ جو منظر بنجي

ويندو. جيڪڏهن مومن نفس جي جهنمي صفتن کي مجاهدن سان زائل ڪري ڇڏيو تہ آخرت ۾ جهنم جون صفتون بہ هن لاءِ تبديل ٿي وينديون. مومن مُجاهدن جي ذريعي نفس جي براين کي ڀلائين ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. جڏهن هڪ انسان الله جي لاءِ نفس جي براين کي زائل ڪري ٿو تہ الله تعاليٰ کيس آخرت جي براين کان محفوظ فرمائي ٿو. جڏهن انسان نيڪ عمل وارو بنجي وڃي ٿو تہ الله تعاليٰ اُن جي براين کي بہ ڀلاين ۾ تبديل ڪري ڇڏي ٿو. ان باغ ۾ درياءِ معرفت جي ڪناري ذڪر ۽ تسبيح جون بلبلون نغما ڳائن ٿيون. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ نيڪيءَ جو بدلو نيڪي آهي.

اڳ ۾ خطاب عام مومنن جي لاءِ هو، هاڻي عاشقن جي لاءِ خطاب آهي. الله وارن عاشقن جي صحبت اختيار ڪريو. انهن عاشقن جي صحبت اختيار ڪندؤ تہ اهي پنهنجي دل ۾ توهان کي جڳهہ ڏيندا ۽ شرابِ معرفت سان مست ڪري ڇڏيندا. اهي عاشق مرتبي جي بلندي ۾ آسمان وانگر آهن. اهي عطارد ستاري وانگر دل جو دفتر کولي ڇڏيندا. جڏهن تو ۾ صلاحيت آهي تڏهن اهي تنهنجا عاشق آهن. تون انهن کان چو ٿو ڀڄين. عاشقانِ خدا جي صحبت ۾ توکي وحدتِ حقيقي جو جلوو نظر ايندو ۽ تون سيني شين ۾ هڪ وجود ڏسندين. انهن جي صحبت ۾ توکي مشاهدي ۾ اسرار مِلي ويندا. عورتون تمام جلد غلط تعريفن جي فريب ۾ اچي وينديون آهن. هڪ انسان جي لاءِ دنيا وارن جي ڪوڙين تعريفن کان بزرگن جون ڪڙيون ڳالهيون زياده مفيد آهن. بزرگن جي سختي برداشت ڪرڻ ۾ نفعو آهي. جسم جيڪو هڪ بي حس شيءِ آهي، روح جي صحبت ۾ حساس ٿي وڃي ٿو. اهڙي طرح سالڪ، عارف ڪامل جي صحبت سان زندگي حاصل ڪري ٿو. جيڪو استاد جو ادب نہ ڪندو ۽ صحبت برداشت نہ ڪندو اهو محروم رهندو. استاد کان ڀڄڻ جو سبب هيءُ هوندو آهي تہ طالب استاد کي پنهنجي منشاء تي هلائڻ چاهي ٿو ۽ اُن ۾ جڏهن ڪاميابي نٿي ٿئي تڏهن ڀڄي ٿو. جيڪڏهن مريد شيخ جي مرضيءَ مطابق مجاهدو ڪري تہ پنهنجي ۽ ٻين جي هدايت جو سبب بنجي ويندو. دينداريءَ سان روح جي اصلاح ٿئي ٿي جنهن کي بقا حاصل آهي. دين ۾ نامردي دنيا ۾ تہ لِڪي سگهي ٿي پر آخرت ۾ کُلندي. آخرت ۾ اعمالِ حسنہ جا اگهہ سُنا لڳندا ۽ بداعماليون ڪونہ اگهامنديون. دنيا ۾ دنيا جي ڪمن جي اجرت ۽ مزدوري ملي ٿي. قرآن پاڪ ۾ دنياوي زندگي کي بيڪار راند روند سان تعبير ڪيو ويو آهي. دنياوي ڪاروبار محض نمائش آهي، جنهن ۾ ڪا حقيقت ۽ بقا نہ آهي، جيئن هڪ ٻار ٻئي ٻار سان جماع ڪري تہ اهو محض جماع جو نقل چئبو. دنياوي ڪاروبار ٻارن جو فرضي دڪان آهي. هن دنيا کي ٻارن جي دنيا سمجهو ۽ موت کي رات تصور ڪريو. جيڪڏهن دنيا ۾ لڳا رهندؤ تہ جهڙي طرح فرضي دڪان وارو ٻار بنا ڪمائي جي گهر ڏانهن اڪيلو موٽي ٿو، اهڙي طرح موت اچڻ تي توهان اڪيلا ڪمائي کان سواءِ سفر ڪندؤ. دين جي ڪمائي عشقِ خداوندي ۽ باطني جذبو آهي ۽ اُن جي قابليت خدا داد آهي. دنيا جي تقاضا فاني لذتون حاصل ڪرڻ آهي. نفس اماره جيڪڏهن ڪنهن ڀلي ڪم جي ترغيب ڏئي ٿو تہ اُن جي پُٺيان ڪو ڏوڪو هوندو آهي.

**شيطان جو حضرت معاويہ رضي الله عنه کي نماز لاءِ جاڳائڻ**

در خبر آمد کہ خالِ مومناں

بود اندر قصرِ خود خُفتہ شباں

ترجمو: ”قصي ۾ مذڪور آهي تہ مسلمانن جو مامو رات جو پنهنجي محل ۾ ستو پيو هو.“

حضرت امير معاويہ رضي الله عنه، حضرت ام حبيبہ امهات المومنين زوجہ النبي صلي الله عليه وسلم جو ڀاءُ آهي. اِن اعتبار سان هو مسلمانن جو مامو آهي. حضرت امير معاويہ رضي الله عنه ماڻهن سان ملاقاتن کان ٿڪي ڪري محل جو دروازو اندران بند ڪري سُمهي رهيو هو. اوچتو هڪ شخص اچي اُٿياريس. جڏهن اکِ کوليائين تہ اهو شخص لڪي ويو. دروازو بند هو. اندر اچڻ جو رستو کُليل ڪونہ هو. ڪير هو جنهن ننڊ مان اُٿاريو ۽ بنا اجازت محل ۾ آيو؟ ڳولا ڪيائين تہ لِڪل

جي خبر وٺي. ايتري ۾ دروازي جي پُٺيان هڪ شخص کي مُنهن لِڪائيندي ڏٺائين. پڇيائين: تون ڪير آهين؟ تنهنجو نالو ڇا آهي؟ ان تي هُن جواب ڏنو ته منهنجو نالو بدبخت شيطان آهي.

**حضرت امير معاويه رضي الله عنه کي شيطان جو جواب ڏيڻ:**

گفت بيدارم چرا کردی بجد
راست گوبامن مگو برعکس و ضد

ترجمو: ”هُن چيو: تو مون کي ڪوشش ڪري ڇو جاڳايو؟ سچ ٻڌاءِ! مون سان اُبتي ڳالهه نه ڪج!.“

شيطان چيو ته عبادت جو وقت آخري ٿي ويو آهي، مسجد ڏانهن ڀڄ. وقتي عبادت، وقت ختم ٿيڻ کان پهريان ۽ غير وقتي عبادت فوت ٿيڻ کان پهريان ادا ڪر. حضرت امير معاويه رضي الله عنه شيطان کي چيو ته تون ا᠎ جي اسم مضل جو مظهر آهين. توکان خير جي رهنمائي مُمڪن نه آهي. انسان ٻئي جي نگهباني يا ثواب جي لاءِ ڪندو يا مزدوريءَ جي لاءِ. چور جو انهن ٻنهين سان واسطو نه آهي. مطلب ته تو جهڙو ذاڙيل مون تي اهڙو مهربان ڇو بڻيو؟

**شيطان جو ٻئي دفعي حضرت معاويه رضي الله عنه کي جواب ڏيڻ:**

گفت ما اوّل فرشته بوده ايم
راهِ طاعت را بجاں پيموده ايم

ترجمو: ”شيطان چيو ته آئون شروع ۾ ملائڪ هوس، مون فرمانبرداريءَ جو رستو دل و جان سان طئي ڪيو آهي.“

شيطان امير معاويه رضي الله عنه کي چيو ته آئون ڪنهن زماني ۾ معلم الملڪوت هوس. ملائڪن کي تعليم ڏيڻ ۽ نيڪيءَ جي رهنمائي ڪرڻ منهنجو ڪم هو. وطن جي محبت ابتدائي محبت آهي. اها ڪنهن به حالت ۾ نٿي ختم ٿئي، چاهي انسان ڪنهن ٻئي بهتر شهر ۾ وڃي آباد ٿئي. عشقِ خداوندي جو شراب جن پيتو آهي انهن کي خبر هوندي. اسان نوازشون ڏٺيون آهن. جڏهن اُن جا ايتري قدر احسان آهن ته اسان جي دل ۾ اُن جي محبت ڪيئن نه هوندي! اُن وقتي آئون تڙيو نه ويو هوس. سُتيءَ ۾ پيل عداوت ڪونه بدلي آهي. هو ناراض آهي پر آئون اُن جي ڪرم کان مايوس نه آهيان. حديث شريف ۾ آهي ته خدا فرمايو: سَبَقَتْ رَحْمَتِيْ عَلٰى غَضَبِيْ ”منهنجي رحمت منهنجي غضب تي غالب آهي.“

الله تعاليٰ جي مهربانيءَ سان جهان وجود ۾ آيو. الله تعاليٰ پنهنجي دربار کان ان ڪري پري ڪري ٿو ته جيئن دربار جو قدر معلوم ٿي وڃي. جڏهن جدائيءَ جي سزا ملي ٿي تڏهن وصل جو قدر ٿئي ٿو. دنيا جي پيدا ڪرڻ ۾ الله جو پنهنجو ڪوبه فائدو نه آهي. ننگي اُگهاڙي کان ڪو چادر ڪيئن ڦُري سگهي ٿو. مخلوق جڏهن خود محتاج آهي ته اُن مان الله تعاليٰ ڪهڙو فائدو حاصل ڪري سگهي ٿو. انهيءَ ڪري آئون اُن جي رحمت جو اميدوار آهيان. الله تعاليٰ پنهنجي ناراضگيءَ ۾ اهڙو ڪو سبب پيدا فرمائيندو آهي جنهن سان ٻانهي کي تڪليف پهچندي آهي ته عام ماڻهو اُن سبب جي ڪري اُرها ٿيندا آهن. آئون مُسبّب يعني الله تعاليٰ تي نظر رکندو آهيان ۽ اُن جو قائل آهيان. مهرباني الله قديم صفت آهي ۽ قهر پوءِ جي شيءِ آهي. آئون قديم صفت کي پيش نظر رکندو آهيان ۽ مايوس ڪونه ٿيندو آهيان. قهر کان قطع نظر ڪندو آهيان. حضرت آدم عليه السلام کي سجدو نه ڪرڻ جو سبب حسد هو ۽ اهو حسد عشقِ خداوندي تي مبني هو. مون نٿي گهريو ته منهنجي محبوب جو ٻيو مقرب بڻجي. رقابت ۾ جيڪو حسد پيدا ٿيندو آهي اهو دوست جي دوستيءَ تي مبني آهي، ڇاڪاڻ ته حاسد رقيب اهو ڪونه چاهيندو آهي ته ٻيو محبوب جو هم نشين بڻجي. دوستي ۽ عشق ۾ رقيب سان حسد لازمي شيءِ آهي. جهڙي طرح دعا چڪ ۽ سڪ جي گهرجن مان آهي.

جڏهن ته تقديرِ الاهي جي بساط تي منهنجي لاءِ فقط اها ئي بازي هئي ته آئون آدم عليه السلام کي سجدو نه ڪريان ۽ مردود بارگاه بڻجان ته منهنجي لاءِ ان کان تجاوز ڪرڻ جو ڪهڙو اِمڪان هو!؟ آدم عليه السلام کي سجدو نه ڪرڻ جي بازي مون کيڏي ۽ آئون مصيبت ۾ ڦاسي ويس، جيئن ته مون اُن جي ذات کان بازي هارائي، انهيءَ ڪري آئون اِن بازي هارائڻ مان به لطف اندوز ٿيان ٿو.

**حضرت معاويه رضي الله عنه جي ابليس لعين کي ٻيهر ورندي**

گفت امیر او را کہ اینہا راست ست
لیک بخش تو ازینہا کاست ست

ترجمو: ”امير معاويه“ ڪيس چيو ته اهو سڀ درست آهي پر ان ۾ تنهنجو حصو نه آهي.“

تو مون جهڙن لکين ماڻهن کي گمراهه ڪيو آهي. شيطان باهه مان ٺهيو آهي جنهن جو ڪم ساڙڻ آهي. توتي خدا جي لعنت جي صورت هي آهي ته توکي ساڙڻ وارو ۽ چورن جو سردار بڻائي ڇڏيائين. شيطان حضرت آدم عليه السلام کي سجدو نه ڪرڻ جي معاملي ۾ آمهون سامهون جواب ڏنو. قومِ عاد جي هدايت لاءِ حضرت صالح عليه السلام کي موڪليو ويو هو پر شيطان انهن کي راهِ راست تي اچڻ نه ڏنو. حضرت لوط عليه السلام حضرت ابراهيم عليه السلام جو ڀاٽيجو هو، ڪيس قوم جي هدايت جي لاءِ موڪليو ويو پر شيطان ڪين گمراهه ڪيو جنهن جي ڪري اُنهن تي پٿرن جو عذاب آيو. نمرود خدائي جو دعويدار ٿيو. خدا هڪ مڇر اُن جي دماغ ۾ گهيڙي ڇڏيو، جنهن سان اهو هلاڪ ٿيو. بلعم بن باعور مشهور شخص هو. هو وڏو عبادتگذار هو پر حضرت موسيٰ عليه السلام جي مخالفت جي ڪري تباهه ۽ برباد ٿيو. برصيصا هڪ مشهور عبادت گذار راهب هو جنهن کي شيطان گمراهه ڪيو هو.

**ابليس جو ٽئين ڀيري حضرت معاويه رضي الله عنه کي جواب ڏيڻ:**

گفت ابلیسش کشا ایں عقدہا
من محکم قلب را و نقد را

ترجمو: ”شيطان ڪيس چيو ته هنن ڳنڍين کي کول، آئون ته کري ۽ کوٽي جي لاءِ ڪسوٽي آهيان.“

مون کي الله تعاليٰ امتحان جو ذريعو بڻايو آهي. کوٽو سِڪو جڏهن تپايو ويندو آهي ته ڪارو ٿي ويندو آهي. شيطان جي تقرير جو خلاصو هيءُ آهي ته انسان ۾ خير ۽ شر جي قوت مون پيدا ڪونه ڪئي آهي پر قدرت پيدا ڪئي آهي، آئون ته فقط اُن کي ظاهر ڪريان ٿو، انهيءَ ڪري آئون قصور وار نه آهيان! شيطان جي اها تقرير غلط آهي. بيشڪ، خير ۽ شر جو مادو الله تعاليٰ پيدا فرمايو آهي، جيڪو شخص جهڙي طرح جي قوت ۽ طاقت کي ڪم آڻڻ جو سبب بڻجندو اهو اهڙي طرح جي جزا ۽ سزا جو مستحق ٿيندو. انبياء انسانن جي قوتِ خير کي ڪم آڻين ٿا، انهيءَ ڪري جزا ۽ بدلي جا حقدار آهن. شيطان انسان جي شر جي قوت کي ڪم آڻي ٿو، انهيءَ ڪري لعنت جو حقدار آهي. جيڪڏهن ڪو شخص بارود ۾ باهه لڳائي ۽ چوي ته ان ۾ خود جلڻ ۽ سڙڻ جو مادو هو ته اهو شخص پنهنجي ان تقرير مان بري نٿو ٿي سگهي.

شيطان جي اها دعويٰ به غلط آهي ته آئون باغبان آهيان. باغبان (مالهي) ته آلي شاخ جي پرورش ڪندو آهي پر هن ته گهڻن نيڪن کي برباد ڪيو آهي. هن، حضرت آدم عليه السلام کي گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. شيطان چيو ته آئون انسانن کي برائي جي دعوت ڏيئي ڪري هيءُ معلوم ڪريان ٿو ته بُرو ڪير ۽ ڀلو ڪير آهي؟ جيڪڏهن ڪُتيءَ جي جُفتي هرڻ سان ڪئي وڃي ۽ ٻچو پيدا ٿئي، جنهن جي ڪُتي ۽ هرڻ هجڻ ۾ شڪ ٿي وڃي ته اصليت معلوم ڪرڻ

جي ترڪيب هيءَ آهي تہ اُن جي اڳيان ڪُتي جو ڪاڌو جيڪو هڏي آهي ۽ هرڻ جو چارو جيڪو گاهہ آهي، ڇڏيو وڃي. پوءِ ڏسو تہ جيڏانهن وڃي، سمجهو تہ اُن جنس جو آهي. الله تعاليٰ جي قهر ۽ لطف جي ميل جول سان خير ۽ شر پيدا ٿيو. نيڪ ۽ بد جي سڃاڻپ لاءِ توهان بہ انهن جي اڳيان سندن خوراڪ اُڇلائي ڏسو! نفس جي خوراڪ شر آهي ۽ روح جي خوراڪ خير آهي، جنهن ڏانهن اُن جي رغبت هجي اهو ان جهان جو انسان هوندو. تن پروري بي عقلي جو دليل آهي، جيڪو گڏهہ پڻو آهي. خير ۽ شر جيتوڻيڪ بہ مختلف شيون آهن پر ٻنهين جو ڪم سُٺي ۽ خراب ۾ امتياز پيدا ڪرڻ آهي. نبين سڳورن جو بہ اهوئي ڪم آهي تہ اهي نيڪن کي بُرن کان ممتاز ۽ جدا ڪندا آهن. شيطان جو بہ ساڳيو ئي ڪم آهي پر ٻنهين ۾ فرق آهي. انبياءِ خير کي پيش ڪري ڀلي ۽ بُري ۾ امتياز پيدا ڪن ٿا. جڏهن تہ دين جو دُشمن برائي کي پيش ڪري امتياز پيدا ڪري ٿو. سُٺا ۽ بُرا پيدا ڪرڻ الله تعاليٰ جو فعل آهي. شيطان چيو: آئون تہ فقط آئيني وانگر سُٺي ۽ بُري کي اُن جي صورت ڏيکاريان ٿو. جيڪڏهن بدصورت آئيني تي ڪاوڙ ڪري تہ اُن جي بي عقلي آهي. جيڪڏهن اهو ڪو گناهہ آهي تہ آئيني يا آرسيءَ ٺاهڻ واري جو ڪم آهي تہ هُن آئينو ڇو بنايو؟ اِها حقيقت اُهو واضح ڪري. شيطان چيو تہ آئون انسانن جي بُرائي تي گواهہ ۽ شاهد آهيان. جيل خانو ڏوهاريءَ جي لاءِ آهي، گواهہ جي لاءِ نہ آهي. باغبان جو ڪم اهو آهي تہ سُٺن وڻن جي پرورش ڪري ۽ خراب وڻن کي ڪٽي اُڇلائي ڇڏي. جهڙي طرح سُڪل وڻ کي مالهي وڍي ٿو تہ اهو باغبان جي شڪايت ڪري ٿو. اهڙي طرح ناقابلِ اصلاح ماڻهن کي جڏهن آئون تباهہ ڪريان ٿو تڏهن اهي شڪايت ڪن ٿا. سُڪل وڻ باغبان سان شڪايت ۾ چوي ٿو تہ آئون سِڌو هوس، آڏو ڦڏو ڪونہ هوس، تو مون کي ڇو ڪٽيو آهي!؟ باغبان چوندو آهي تہ آڏي ڦِڏي وڻ جي حيات ۽ زندگي جي تہ اُميد آهي، پر سُڪل وڻ جي زندگي ناممڪن آهي، انهيءَ ڪري اُن کي وڍيو ويندو. شيطان چوي ٿو تہ اهڙي طرح جن جي اندر ۾ ايمان جو پاڻي بلڪل باقي نہ آهي ۽ انهن جون دليون خُشڪ ٿي ويون آهن. انهن کان مايوس ٿي ڪري آئون کين تباهہ ڪريان ٿو. جنهن جو اصل تُخم بُرو هجي اهو بيڪار آهي. ڪڙي ۽ ڪاري شاخ جو جيڪڏهن مِٺي پاڙ سان پيوند لڳايو وڃي تہ اُن جي ڪوڙاڻ گهٽ ٿي وڃي ٿي. اهڙي طرح بدعمل جي اصلاح مُمڪن آهي پر بدنسل جي اصلاح نامُمڪن آهي. شيطان حضرت امير معاويہ رضي الله عنه کي جواب ڏئي ٿو تہ جڏهن تون اهو سمجهي وٺين تہ آئون سُٺن سان چڱائي ۽ ناقابلِ اصلاح ماڻهن کي تباهہ ڪريان ٿو تہ پوءِ سمجهي ڇڏ تہ مون توکي دين خاطر جاڳايو آهي.

**حضرت معاويہ رضي الله عنه جو ابليس سان سختي ڪرڻ**

*گفت امیر اے راہزن حجت مگو*

*مر ترا رہ نیست در من رہ مجو*

ترجمو: ”امير معاويہ رضي الله عنه فرمايو تہ: اي ڌاڙيل! حجت نہ ڪر، تنهنجو مون ۾ رستو نہ آهي، رستو تلاش نہ ڪر.“

تون ڌاڙيل آهين، آئون مسافر واپاري آهيان. سفر جي حالت ۾ واپاري هوشيار رهندو آهي. شيطان جو ڪم نيڪ عملن کي تباهہ ڪرڻ آهي، اُنهن جو معاضو ڏيئي ڪري خريدڻ ناهي. ڌاڙيل جو ڪم ڦُرلٽ آهي، خريداري ڪرڻ ناهي. جيڪڏهن هو پنهنجو پاڻ کي خريدار ظاهر ڪري تہ ان ۾ ڪا مڪاري هوندي.

**حضرت معاويہ رضي الله عنه جو شيطان جي مڪر کان الله تعاليٰ جي مدد گهرڻ ۽ آه و زاري ڪرڻ:**

*تاچہ دارد ایں حسود اندر کدو*

*اے خدا فریادرس مازیں عدو*

ترجمو: ”نجاڻ اهو حاسد ڪهڙي چال چلي رهيو آهي. اي خدا! اِن دشمن بابت اسان جي دانهن ٻُڌ.“

شيطان تي محض دليلن سان، فضل خداوندي کان سواءِ غلبو مُمڪن نه آهي. حضرت آدم عليه السلام جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي ته وَعَلَّمَ اٰدَمَ الْاَسْمَآءَ(البقره-٣١) "الله تعاليٰ آدم عليه السلام کي اسماء جي تعليم ڏني پر شيطان ساڻس دوڪو ڪيو. رَبَّنَا ظَلَمْنَآ (الاعراف_ ٢٣): "اي اسان جا ڌڻي! اسان ظُلم ڪيو." حضرت آدم عليه السلام توبھ جي وقت اهو اقرار ڪيو هو. شيطان وڏن بهادرن جي بهادري هڪ ڦوڪ ۾ ختم ڪري ڇڏيندو آهي. اي مخلوق کي تباھ ڪرڻ وارا شيطان! سچ ٻڌاءِ ته مون کي تو ڇو جا ڳايو؟ ڇاڪاڻ ته تنهنجي حيله بازي مون تي اثر نٿي ڪري سگهي. خبردار! مڪاريءَ کان سواءِ مقصد ٻڌاءِ!

**حضرت معاويه رضي الله عنه جي سامهون پنهنجي مڪاريءَ بابت شيطان طرفان ٻيو دفعو تقرير ڪرڻ**

*گفت هر مردے که باشد بدگماں*

*نشنود او راست را باصد نشاں*

ترجمو: "چيائين ته جيڪو شخص بدگمان هجي، اهو سَوَ نشانين واري سچي ڳالھ به ڪونه ٻڌندو."

شڪي انسان کي جيتري قدر سمجهائبو، اُن جي شڪن ۾ اجا اضافو ٿيندو ويندو آهي. اهڙو ماڻهو غلط دليلن جو استعمال ڪندو آهي، جيئن چور ڪنهن غازيءَ جي تلوار چورائي وٺي ته اُن سان غلط ڪم ڪندو. شيطان، حضرت امير معاويه رضي الله عنه کي چيو ته توهان جو مون کي بُرو سمجهڻ توهان جي نفس جو ڏوڪو آهي ۽ توهان نفس جي قيد ۾ گرفتار ڪيل آهيو. اُن کان رهائي ۽ آزادي جي دعا گهرو. شيطان حشر ۾ اهوئي چوندو: فَلَا تَلُوْمُوْنِيْ وَلُوْمُوْٓا اَنْفُسَكُمْ (الابراهيم – ٢٢) "پوءِ مون کي ملامت نه ڪريو ۽ پنهنجن نفسن تي ملامت ڪريو." بزرگ نصيحت ڪندي فرمائي ٿو ته انسان شيطان کان ته بچي ٿو پر خود ان جو نفس شيطان کان وڌيڪ شرير آهي. ان ڏانهن بي توجهي ڪري ٿو. بُرائي ته پاڻ ڪري ٿو، لعنت شيطان تي وجهي ٿو. انسان جو نفس لذتن جي پويان ڊوڙي ٿو ۽ انجام جي هلاڪت کان غافل ٿئي ٿو، نفس جي خواهش انسان کي انڌو بنائي ٿي. نفس سان وڙھ ٻين سان نه وڙھ! شيطان چوي ٿو: مون کي بُرائي کان نفرت آهي. ٿوري بُرائي مون کان ضرور ٿي، جنهن کان آئون شرمنده آهيان. ڪينو ۽ حرص عناصرِ اربع جي پيداوار آهن ۽ آئون انهن چئن عنصرن مان ڪونه ٿيو آهيان. آئون ان خطا جي بخشش جو اميدوار آهيان. بگهڙ خواه مخواه بدنام آهي، نقصان ڪري يا نه ڪري. بگهڙ ٻُڪ جي ڪري هلڻ تي قادر نه آهي. تهمت هڻڻ وارا چون ٿا ٿلهو جانور ڪائي ويو آهي، انهيءَ ڪري هلي نٿو سگهي. بدهضمي ٿي اٿس.

**حضرت معاويه رضي الله عنه جو شيطان کان مقصد جي حقيقت کي وري معلوم ڪرڻ:**

*گفت غیر راستی نرهاندت*

*داد سوئے راستی می خواندت*

ترجمو: "حضرت معاويه رضي الله عنه فرمايو: توکي سچ کانسواءِ ڪير ڪونه ڇڏائيندو. انصاف توکي سچائي جي دعوت ڏي ٿو."

انصاف جي تقاضا هيءَ آهي ته تون سچ ٻڌاءِ! شيطان، امير معاويه رضي الله عنه کي چيو ته جيڪڏهن آئون سچي ڳالھ چوندس ته توهان ڪيئن سمجهندا ته اهو سچ آهي. جڏهن ته توهان شڪ ۾ مبتلا آهيو!؟ امير معاويه رضي الله عنه فرمايو ته سچ ۽ ڪوڙ جون نشانيون حضور صلي الله عليه وسلم ٻُڌائي ڇڏيون آهن. ڪوڙي ڳالھ ٻڌي مومن جي دل مطمئن نه ٿيندي آهي، ويتر دل ۾ خلجان پيدا ٿيندو آهي. سچي ڳالھ ٻڌي ڪري مومن جي دل مطمئن ٿي ويندي آهي. مومن جي دل ڪوڙ سان مطمئن ڪانه ٿيندي آهي. جهڙي طرح ڏيئو پاڻيءَ جي تيل سان روشن نٿو ٿئي. جهڙي طرح پڪي داڻي تي ڪِرندو آهي. اهڙي طرح مومن جي دل سچائي ڏانهن لاڙو ڪندي آهي پر اها نشاني مومن جي دل لاءِ آهي. جيڪڏهن ڪنهن

جي دل گناهن جي ڪري بيمار هجي ته ان لاءِ اها نشاني ناهي. جڏهن دل بيمارين کان آجي هجي تڏهن ان جي ڪيفيت ائين هوندي آهي جيئن حضرت آدم عليه السلام ۾ ڪٽڪ کائڻ جي ڪري حرص پيدا ٿي ويو هو، ان ڪري اهو شيطان جي ڪوڙ کي نه سُڃاڻي سگهيو ۽ دوکو کائي ويو. جيئن ته عام ماڻهو حرص و هوا جي مرض ۾ مبتلا آهن، انهيءَ ڪري شيطان جي ڪوڙين ڳالهين کان دوکو کائي وڃن ٿا.

جهڙي طرح ماڻهن هڪ حڪايت ۾ بيان ڪيو آهي. ان کي ٻُڌ، تان ته تنهنجي ڳُنڍ کُلي وڃي. هن حڪايت جو خلاصو هي آهي ته جڏهن انسان هوا ۽ حرص کان پاڪ هوندو آهي ته سچ ۽ ڪوڙ ۾ امتياز ۽ فرق ڪري ويندو آهي.

**قاضيءَ جو قاضي بڻجڻ کي مصيبت ڀائڻ ۽ نائب جو ڪيس سمجهائڻ:**

*قاضئے بنشاند ند او مي گريست*

*گفت نائب قاضيا گريه زچيست*

ترجمو: ماڻهن هڪڙي قاضي کي انصاف جي ڪرسيءَ تي وهاريو ته هو روئڻ لڳو. نائب چيس: قاضي صاحب! ڇا جي ڪري تو روئين؟"

قاضي بڻجڻ تي روئڻ ڇاجو! هيءُ ته مبارڪباد جو وقت آهي. قاضيءَ جواب ڏنو: ڪو ناواقف ڪهڙي طرح فيصلو ڪندو. مدعي ۽ مدعيٰ عليه ٻنهي دعويٰ جي حقيقت کان واقف هوندا آهن. جهل ۽ غفلت کي سمجهندا آهن. قاضيءَ جي نائب چيو ته جيتوڻيڪ ٻنهي ڌريون معاملي کي ڄاڻن ٿيون پر اُنهن جي دلين ۾ خودغرضي سمائجي وئي آهي. انسان جي بي غرضي معاملي کي واضح ڪندي آهي. بي غرضي ۽ خلوص جهل کي عِلم سان بدلائي ڇڏيندو آهي ۽ خودغرضي عالم کي جاهل بنائي ڇڏيندي آهي. نائب، قاضيءَ کي چيو: جيستائين تون رشوت نه وٺندين حقيقت کي ڏسي وٺندين، ورنه حقيقت کي نه پسي سگهندين. امير معاويه رضي الله عنه فرمايو ته مون هوا ۽ هوس کي ڇڏي ڏنو آهي ۽ نفساني خواهش جي غذا کي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي، انهيءَ ڪري منهنجي دِل ۾ اهڙي روشني پيدا ٿي وئي آهي جو ڪوڙ ۽ سچ ۾ فرق ڪري سگهان ٿو. آئون ڄاڻي وٺندس ته تون سچ ڳالهائي رهيو آهين يا ڪوڙ.

**حضرت معاويه رضي الله عنه جو شيطان کان اقرار ڪرائڻ ته هُن ڪيس جو جاڳايو:**

*اے سگ ملعون جواب من بگو*

*راست گو و در دروغ ره مجو*

ترجمو: "اي ملعون ڪُتا! مون کي جواب ڏي! سچ ٻڌاءِ ۽ ڪوڙ جو رستو تلاش نه ڪر."

تو مونکي ڇو جاڳايو؟ شيطان جو ڪم آهي ته اهو خوابِ غفلت ۾ ماڻهوءَ کي مُبتلا رکي پر تو غفلت مان مون کي سجاڳ ڪيو. تون خش خاش وانگر مجسم ننڊ آهين. شرابَ وانگر عقل زائل ڪندو آهين. آئون هر ماڻهوءَ کي سڃاڻي وٺان ٿو ۽ ان کان ان ڪم جي اميد رکندو آهيان جيڪو ان جي فطرت ۾ داخل آهي. سِرڪي جي طبيعت ۾ کٽاڻ آهي ان کان مٺاڻ جي توقع رکڻ غلط آهي. ڪڏڙي کان بهادري جي توقع غلط آهي. ٻُت کان اِها اميد رکڻ ته اهو خدا هجي يا خدا جي ڪَا نشاني، ته اهو به غلط آهي. چور کان چوڪيداري جي توقع غلط آهي. شيطان جي طبيعت ۾ خير نه آهي. انهيءَ ڪري ان کان هيءَ توقع رکڻ ته اهو خير لاءِ جاڳائيندو، بلڪل غلط آهي.

**شيطان جو امير معاويه رضي الله عنه سان سچ سلڻ**

*گفت بسيار آں بليس از مکر و عذر*

*مير ازو نشنيد کرد استيز و نکر*

ترجمو: "شيطان مڪر ۽ عذر جون گهڻيون ڳالهيون ڪيون پر امير المومنين نه ٻڌيون، جهڳڙو ۽ انڪار ڪيو."

شيطان عاجزيءَ سان چيو: مون توهان کي هن لاءِ اُٿاريو ته توهان نماز باجماعت ۾ شريڪ ٿي وڃو، پيغمبر جي سنت ادا ڪريو، جيڪڏهن توهان کان نماز هلي وڃي ها، ته هيءَ دنيا توهان جي لاءِ بي رونق بنجي وڃي ها. حضرت امير معاويہ رضي الله عنه کي نماز باجماعت جو ڏاڍو ذوق هوندو هو. شيطان مجبور ٿي ڪري ڪيس جاڳائڻ جو صحيح سبب ٻڌايو، جو ته جماعت فوت ٿيڻ تي امير معاويہ رضي الله عنه کي جيڪو صدمو ٿئي ها ۽ ان تي هو روئي ها ته ان جي ڪري گهڻي ثواب جو حقدار بنجي ها. مون کين ثواب کان محروم ڪرڻ جي لاءِ جاڳايو هو.

**نماز باجماعت جي فوت ٿيڻ تي افسوس جي فضيلت:**

هن قصي جو خلاصو هي آهي ته عبادت جي فوت ٿي وڃڻ سان هڪ عابد کي جيڪو افسوس ٿئي ٿو، ان جي تمام گهڻي قيمت ۽ قدر آهي.

آں يکے مى رفت در مسجد دروں

مردم از مسجد ہمى آمد بروں

ترجمو: "هڪ شخص مسجد ۾ وڃي رهيو هو، ماڻهو مسجد کان ٻاهر اچي رهيا هئا."

ماڻهن کان پُڇيائين ته اهي جلدي مسجد مان ٻاهر ڇو نڪري رهيا آهن، جماعت جو ڇا ٿيو؟ نماز پڙهي نڪرڻ وارن مان ڪنهن شخص اُن کي چيو ته حضور صلى الله عليه وسلم جماعت ختم ڪري دعا کان به فارغ ٿي ويا آهن. ان تي جماعت کان محروم نمازي اهڙي آه ڀري جنهن ۾ درد هو ۽ ان مان دِل جي خون جي بوءِ اچي رهي هئي. جيڪو شخص جماعت جي نماز پڙهي چڪو هو، تنهن چيو: آئون پنهنجي نماز جو ثواب توکي ڏيان ٿو، تون پنهنجي ان آهہ جا ثمرات مون کي عطا ڪر! آه ڀرڻ وارو شخص قُربِ الاهي ۾ ڀهرئين مرتبي کان به وڌي ويو. خواب ۾ کيس هڪ غيبي آواز آيو ته تو آبِ حيات ۽ شفا خريد ڪئي آهي. تنهنجي آه جي ڪري سڀني نمازين جي نماز قبول ٿي ويئي.

**حضرت امير معاويہ رضي الله عنه آڏو شيطان طرفان پنهنجي مڪر ۽ فريب جي اقرار ڪرڻ واري قصي جي پُڄاڻي:**

پس عزازيلش بگفت اے امير راد

مكر خود اندر مياں بايد نهاد

ترجمو: "پوءِ شيطان چيو ته اي دانا امير! مون کي پنهنجو مڪر بيان ڪرڻ گهرجي."

شيطان، امير معاويہ رضي الله عنه کي چيو: جيڪڏهن تنهنجي نماز فوت ٿي وڃي ها ته تون دل جي درد سان آه ڪرين ها. نماز جي فوت ٿيڻ تي توهان جيڪو افسوس، فرياد ۽ عاجزي ڪريو ها، اها ٻه سؤ نفلن کان به وڌي وڃي ها. مون ان خوف جي ڪري توهان کي جاڳايو تان ته اهڙي آه اُن پردي کي نه جلائي يعني قُربِ الاهي جو اهو پردو جيڪو اجا تائين حائل آهي. انهيءَ ڪري منهنجو جاڳائڻ حسد تي مبني هو. توهان منهنجو مڪر ڏٺو. مون کان مطمئن نه ٿيا، تان ته توهان زماني ۾ جهان جا صدر بنجي وڃو.

**شيطان جي اقرار ڪانپوءِ امير المومنين معاويہ رضي الله عنه جو جواب ڏيڻ:**

گفت اکنوں راست گفتی صادقی

از تو ایں آید تو ایں را لائقی

ترجمو: "امير معاويہ رضي الله عنه فرمايو: تو هاڻي سچ چيو. تون سچو آهين. توکان اهو ئي اچي ٿو، تون ان جي لائق آهين."

گمراهہ ڪرڻ ۽ ثواب کان محروم ڪرڻ تنهنجو ڪم آهي. اي ڪُتا! تون مڪين ۽ مڪڙين جو شڪار ڪندو

آهين. اُئون مڪڙي ۾ مک نہ آهيان. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اِنَّ عِبَادِيْ لَيْسَ لَكَ عَلَيْهِمْ سُلْطٰنٌ (الحجر-٤٢) ”منهنجي مخلص ٻانهن تي تنهنجو زور ڪونہ هلندو.“ آئون سفيد باز آهيان. باز کي بادشاهہ پڪڙيندا آهن. شيطان جو ڪم چڱائي کان هٽائي بُرائي طرف آڻڻ آهي. تون جنهن کي ماکي چوندين، اها لسي هوندي ڇو تہ تون ڪوڙو آهين، جيئن سُجاڳ ڪري ثواب کان محروم ڪرڻ لاءِ ڪيئي. شيطان، تون جيڪا ڀلائي ڏيکارين ٿو اها تباهي آهي.

**ڀاڳئي جي بيوقوفي، ٻئي چور جي سڏڻ تي پهرئين پڪڙيل کي ڇڏي ڏيڻ:**

هيءُ قصو نقل ڪري ٻڌائڻ جو مقصد هيءُ آهي تہ گهڻيون ڳالهيون اهڙيون آهن جيڪي بظاهر سُٺيون معلوم ٿينديون آهن پر اُنهن جي تہ ۾ شرارت لڪل هوندي آهي.

اين بدان ماند کہ شخصے دُز ديد

دروثاق اندر پے او مي دويد

ترجمو: ”ڳالهہ هيئن آهي تہ هڪ شخص چور کي ڏٺو. چور گهر ۾ هو ۽ ڀاڳيو ان جي پويان ڊوڙڻ لڳو.“

چور گهڻو ئي ڊوڙيو، پگهرجي پيو. ڀاڳيو ڪوشش ڪري ها تہ چور کي پڪڙي وٺي ها. گهر ڌڻي چور کي ٿڪائي وڌو. هاڻي ايتري قدر ويجهو پهچي چڪو هو جو ذري گهٽ چور کي قابو ڪرڻ وارو هو. ايتري ۾ ٻئي چور سڏ ڪيو. ڀاڳيو چور جو آواز ٻُڌي چيو تہ جيڪڏهن آئون واپس نہ موٽيس تہ جنهن طرف کان آواز اچي رهيو آهي تي سگهي ٿو ڪو ٻيو چور آهي جيڪو منهنجي ٻارن کي حملو ڪري ڪين ماري نہ ڇڏي. هن اڌ مُئي چور کي مارڻ مان مون کي ڇا ملندو! هُن تہ مون کي سڏي مون تي ٿورو ڪيو آهي. گهر ڌڻي چور کي ڇڏي واپس موٽيو ۽ ٻئي چور وَٽ پهچي چوڻ لڳو: دوست ڪهڙا حال آهن، تو ڇا جي ڪري سڏ ڪيو؟ ان تي هن چيو: هي چور جا پير ڏس! چور هن پاسي ويو آهي، هنن نشانين جي پويان روانو ٿيءُ. مالڪ چيو: بيوقوف! مونکي ڇا ٿو سمجهائين. آئون چور کي جهلي رهيو هوس، تنهنجي سڏن تي واپس موٽيس ۽ ڪيس ڇڏي ڏنم. تون گڏهہ آهين. مون توکي شريف ماڻهو سمجهيو پر تون تہ چور جو ساٿي آهين. چور کي ڇڏائي ڇڏيئي. هاڻي چوين پيو تہ پيرا ڏِس! جڏهن تہ آئون اصل مقصد تائين پهچي چڪو هوس. تون مقصد جا اسباب ٻڌائي رهيو آهين.

سالڪ تي پهرئين افعالن جي تجلي پوندي آهي، پوءِ صفات جي، پوءِ ذات جي. جڏهن سالڪ صفات جي تجلي کان محروم هوندو آهي تہ افعالن جي تجلي ۾ لڳو رهندو آهي ۽ صفات جي تجلي کانپوءِ افعالن جي تجلي کان قطع نظر ڪندو آهي ۽ جڏهن ان کي ذات جي تجلي حاصل ٿي ويندي آهي تہ پوءِ ڪيس صفات جي تجلي جي ضرورت ڪونہ رهندي آهي. واصل بحق، ذات جي تجلي ۾ غرق رهندا آهن. ان جو مثال هيءُ آهي تہ جيڪڏهن ڪو شخص پاڻيءَ جي تري ۾ پهچي وڃي تہ پاڻيءَ جو رنگ ان جي پيش نظر ڪونہ رهندو آهي. جيڪڏهن ڪو ذات جي تجلي کانپوءِ صفات جي تجلي ۾ غرق ٿي وڃي تہ اهو هڪ اونچي مرتبي کان ڪِري ادنيٰ مرتبي ۾ اچي ويندو آهي. حَسَنَاتُ الْاَبْرَارِ سَيِّاٰتُ الْمُقَرَّبِيْنَ ”عام ماڻهن جون نيڪيون مقربين جي لاءِ بمنزلہ گناهہ جي آهن.“ مثلاً صفات جي تجلي عام جي اعتبار سان ڀلائي آهي پر واصل بحق جنهن کي ذات جي تجلي حاصل آهي، جيڪڏهن ان مقام تي اچي وڃي تہ اهو ان جو تنزل آهي.

**ان وزير جو قصو جنهن کي بادشاهہ وزارت تان هٽائي چوڪيدار بڻائي ڇڏيو**

گر وزيرے را کند شہ محتسب

شہ عدو او بود نبود محب

ترجمو: ”جيڪڏهن بادشاهہ ڪنهن وزير کي چوڪيدار بنائي تہ اها ان سان دوستي نہ پر دشمني ٿيندي.“

اٿندي ئي چوڪيداريءَ جي عهدي تي مقرر ٿيڻ خوشنصيبي آهي پر ڪنهن کي وزارت تان هٽائي چوڪيداري ڏيڻ سزا آهي ڇاڪاڻ ته اهو وڏي عُهدي تان هيٺ ڪريو. انسان پنهنجي مرتبي جي ڪِرڻ کي تقدير سمجهي چوي ٿو ته منهنجي قسمت ۾ ائين لکيل هو، حالانڪ ان ۾ خود ان جو قصور هوندو آهي، ورنه ان کي پهريان اهو رتبو ڇو حاصل هو! انسان پنهنجي ناداني‌ءَ سان پنهنجي قسمت گهٽائي ٿو، ورنه اهل انسان جدوجهد سان پنهنجي قسمت وڌائيندو آهي.

**منافقن طرفان مسجد ضرار بنائڻ جو قصو:**

شيطان جي قصي مان بزرگ اهو سمجهايو هو ته ڪنهن وقت ڪو معاملو بظاهر سُٺو نظر ايندو آهي پر اُن ۾ برائي لِڪل هوندي آهي. ان ڳالهه کي منافقن طرفان مسجد ضرار ٺاهڻ واري واقعي ذريعي سمجهايو اٿس. مسجد ضرار ٺاهڻ بظاهر سٺو ڪم هو پر اُن جو مقصد نهايت ناپاڪ هو.

ايں چنيں کژ بازئ در جفت و طاق

با نبیؐ می باختند اہل نفاق

ترجمو: ”اهڙي طرح اُلٽي بازيءَ جي چال چلي نبي عليه السلام سان منافق کيڏندا هئا.“

مسجدِ ضرار منافقن مسجد قبا جي مقابلي ۾ تيار ڪئي هئي. عبدا· بن اُبي ۽ سندس اهو فعل دينداري تي مبني ڪونه هو پر بي ديني هو ۽ صحابين کي متنفر ڪرڻ هو. اهي حضور عليه السلام وٽ آيا. گوڏا پيچي اچي وينا ۽ چوڻ لڳا ته سائين! توهان هلو ان مسجد ۾ ته جيئن ٻين نمازين لاءِ رستو هموار ٿئي. اسان مسجد هن لاءِ ٺاهي آهي ته ڳپ ۽ مينهن جي مجبوري ۽ ضرورت ۾ هِتي نماز پڙهي ونداسون. هن مسجد ۾ هيءُ به فائدو آهي ته مسافر اتي رهي پوندا ۽ مسجدن جي ڪثرت به ٿي ويندي. مسجد بنائڻ مشڪل ڪم آهي. اسان جي تابعداريءَ ۾ ٻين کي به مسجدون بنائڻ آسان ٿي ويندو. توهان جو نالو ئي دِلين کي پاڪ ڪندڙ آهي. توهان جي نور سان اسين سياهه باطن ۾ منور ٿي ونداسون. اهي سڀ انهن جون ڪوڙيون ڳالهيون هُيون. جيڪڏهن سچيون هجن ها ته، انهن جو مقصد ضرور پورو ٿئي ها. بيوفائن جي مهرباني پُراڻي پُل وانگر آهي. انسان بي خبريءَ ۾ اُن تان لنگهي ٿو ته پُل ويهي رهي ٿي ۽ هو پير ڀڃائي ويهي ٿو. لشڪر جي شڪست به عام طور تي بيوفائن جي ڪري ٿيندي آهي. هڪ بُزدل جي ڀڄڻ جي ڪري پوري لشڪر جي ڇيلهه ٽُٽي ويندي آهي. بيوفائيءَ جي نقصانن جو قصو ڊگهو ٿي رهيو آهي، اصل مقصد (يعني مسجد ضرار وارو) مخفي ٿي رهيو آهي.

**منافقن جو دوکي سان پيغمبر عليه السلام کي پنهنجي مسجد ۾ وٺي وڃڻ ۽ پاڻ عليه السلام جي بردباري**

بر رسولِ حق فسونها خواندند

رخشِ دستان و حیل می راندند

ترجمو: الله جي رسول عليه السلام تي انهن گهڻا منتر پڙهيا، مڪر ۽ فريب جا گهوڙا ڊوڙائيندا هئا.“

حضور عليه السلام منافقن جي انهن چاپلوسين کي سمجهي ويندا هئا پر پنهنجي شرافت جي ڪري ان جو اظهار نه فرمائيندا هئا. حضور عليه السلام فرمايو آهي ته منهنجو مثال ۽ توهان جو مثال هيئن آهي ته هڪڙي شخص باهه ٻاري، پتنگ اُن ۾ ڪِرڻ چاهين ٿا ۽ اهو شخص انهن کي روڪي رهيو آهي. توهان ڪِرڻ وارا ۽ آئون روڪڻ وارو آهيان. حضور عليه السلام پهريان مسجد ضرار ۾ وڃڻ جو ارادو ڪيو هو. ان ڪانپوءِ وحي جي ذريعي ممانعت ڪئي وئي ۽ انهن منافقن جي احوال کان حضور عليه السلام کي باخبر ڪيو ويو. منافقن جي پيشِ نظر دين جو فروغ نه آهي پر انهن جو مقصد

دين کي برباد ڪرڻ آهي. منافقن جو مقصد هو ته هڪ يهودي ابو عامر کي شام کان هتي وٺي اچن. ابو عامر جيڪو مديني جو رهواسي هو. هُن عيسائي مذهب اختيار ڪيو هو ۽ هن کي راهب چيو ويندو هو. ابو عامر شروع ۾ حضور ﷺ جي پيشين گوئين جو به ذڪر ڪندو هو جيڪي حضور ﷺ جي باري ۾ انجيل ۾ هُيون پر هجرت کانپوءِ هُن حضور ﷺ جي مخالفت شروع ڪئي. جنگ بدر کان پوءِ هو مدينو ڇڏي مڪي هليو ويو ۽ پوءِ اُتان کان شام جي علائقي ۾ وڃي آباد ٿيو ۽ اُتان مسلمانن جي خلاف سازشون ڪندو رهندو هو. حضور ﷺ غزوه تبوڪ جي لاءِ روانا ٿيڻ وارا هئا. پاڻ فرمايائون ته واپسيءَ ۾ ان مسجد ڏانهن هلندس پر حضور ﷺ کي حڪم ٿيو ته انهن کي صاف انڪار ڪر، پلي نتيجي ۾ جنگ برداشت ڪرڻي پوي. حضور ﷺ منافقن کي چيو ته چُپ رهو، ورنه توهان جون ٻيون سڀ سازشون کوليندس. صحابين کي آگاهه ڪرڻ جي لاءِ انهن جون چند ٻيون سازشون بيان ڪيائون. اهي منافق حضور ﷺ جي راز کولڻ تي شرمنده ٿي ڪري اُن وقت ته واپس ٿي ويا پر وري ٻئي ڀيري جرئت ڪندي قرآن شريف کڻي حضور ﷺ وٽ آيا. قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ فرمايو ته ”منافقن پنهنجي قسمن کي ڍال بنايو آهي.“ (المنافقون- ٢) ڪج فطرت، ڪوڙا گهڻا قسم کڻندا آهن.

ڪج فطرت ۾ دينداري ڪونه هوندي آهي. الله تعاليٰ قرآن ۾ فرمايو آهي ته وَاللّٰهُ يَشْهَدُ اِنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ لَكٰذِبُوْنَ (المنافقون- ١) ”خدا شاهدي ڏئي ٿو ته ضرور منافق ڪوڙا آهن.“ انهن منافقن هٿ ۾ قرآن کڻي قسم کنيا ۽ هيءُ به چيائون ته اسين روزيدار آهيون. قرآن جو قسم کڻي ڪري چوڻ لڳا ته هيءُ مسجد اسان خدا جي لاءِ ٺاهي آهي. خدا جو حڪم ٿيو ته لَا تَقُمْ فِيْهِ اَبَدًا (التوبه-١٠٨): ان مسجدِ ضرار ۾ ڪڏهن به قيام نه ڪج. قرآن پاڪ ۾ آهي ته ”خدا انهن منافقن جي ڪنن ۽ دلين تي مهر لڳائي ڇڏي آهي.“ (البقره-٨): پاڻ فرمايائون ته مون وٽ صاف صاف وحي آيو آهي، جيئن حضرت موسيٰ عليه السلام کي ڪوهِ طور تي هڪ وڻ مان آواز آيو هو: اِنِّيْٓ اَنَا اللّٰهُ (طٰه-١٤) بيشڪ، آئون ئي خدا آهيان. ”منافق جڏهن اهو ڏسندا هئا ته وحي جي نور جي ڪري حضور ﷺ اسان جي تڪذيب تي مصر آهن ته دوباره قسم کڻندا هئا. الله تعاليٰ فرمايو آهي ته: اِتَّخَذُوْٓا اَيْمَانَهُمْ جُنَّةً (المنافقون-٢) انهن پنهنجي قسمن کي ڍال بنايو آهي.“ ڍال کي جنگجو ڪنهن به حال ۾ ڪونه ڇڏيندو آهي، انهيءَ ڪري منافق نااميدي جي باوجود قسم کڻي رهيا هئا.

**صحابين مان هڪ ڄڻي جو هيئن سوچڻ ته حضرت رسالت ماب پرده پوشي ڇو نٿا ڪن:**

تا يڪے يارے ز يارانِ رسول

دردلش انڪار آمد زاں نڪول

ترجمو: ”رسول جي دوستن مان هڪ جي دل ۾ قسم جي نه مڃڻ سان وسوسو پيدا ٿيو.“

اُن صحابي حضور ﷺ جي طرفان منافقن جي تڪذيب کي ڪرم، سترپوشي ۽ حيا جي خلاف سمجهيو. اُن صحابيءَ جي دل ۾ منافقن جي لاءِ جيڪا همدردي پيدا ٿي ان کان استغفار ڪيائين. اها محبت پنهنجو رنگ ڏيکاري رهي هئي ۽ استغفار جي باوجود ان وسوسي جو ازالو نه ٿيو. محبت جو نتيجو خراب حاصل ٿيو. انسان جي دل ۽ نظر قابو ۾ نه هجي ته پوءِ وسوسا پيدا ٿيندا. اُن صحابيءَ خواب ۾ ڏٺو ته اها مسجدِ ضرار نجاست سان ڀريل آهي. ان مسجدِ ضرار جا پٿر پليتيءَ سان ڀريل آهن. پٿرن مان ڪارو دونهون اُٿي ٿو جيڪو خواب ڏسڻ واري صحابيءَ جي نڙي ۾ پيو وڃي، جنهن سان هو بيحال ٿي ويو ۽ ننڊ مان سجاڳ ٿيو. ان صحابيءَ سمجهيو ته اهو خواب هن جي لاءِ تازيانو آهي. حضور ﷺ جنهن ڪاوڙ جو اظهار ڪيو اهو بهتر هو، به نسبت اُن علم جي جنهن کي مون سُٺو سمجهيو هو ۽ اُن کي بهتر سمجهڻ جي ڪري نورِ ايمان جي دولت کان محروم ٿيڻ وارو هئس. اهي ماڻهو جيڪي حقيقت کان محروم آهن اُنهن جي عملن جي هر شيءِ بصر جي گُل وانگر بي مغز ۽ بدبودار هوندي. منافق مسجد قبا کي تباهه ڪرڻ جون سؤ

سڄ چالون هلي رهيا هئا. قبا مديني شريف جي ويجهو اهو ڳوٺ آهي جنهن ۾ حضور ﷺ هجرت کانپوءِ اچي ڪري مقيم ٿيا هئا ۽ اتي اها مسجد تعمير فرمائي هئائون جنهن کي منافقن برباد ڪرڻ چاهيو ٿي. انهن منافقن جو مسجد قبا کي تباهه ڪرڻ جو ارادو اهڙي طرح جو هو جيئن ابرهه جي لشڪر ڪعبي کي برباد ڪرڻ گهريو هو. مڪي واري ڪعبي جي مُقابلي ۾ يمن جي شهر عنعاء ۾ هڪ ڪعبو بنايو ويو. حبشه ۾ ڪونه بنايو ويو هو پر بزرگ رومي رحمة الله عليه حبشه جو ذڪر اِن لاءِ فرمايو آهي ته يمن اُن دور ۾ شاهِ حبشه جي ماتحت هو. هڪڙي شخص ابرهه جي ڪعبي ۾ پاخانو ڪري ڇڏيو هو. اهو پورو واقعو سوره فيل ۾ ذڪر ڪيل آهي. جهڙي طرح سان هيءُ صحابي حضور ﷺ جي ان معاملي ۾ مشڪوڪ هو. ڪي ٻيا صحابي به مشڪوڪ هئا. انهن سڀني به اهڙو ئي خواب ڏٺو. صحابه جي جماعت ناز پرورده هئي. صحابه اصلي مُسلمان هئا نسلي نه هئا. ثُبوت جي تصديق ۽ احڪام تي اڪ بند ڪري عمل ڪندا هئا. قرآني احڪام انهن جي لاءِ پنهنجي گم ٿيل شيءِ وانگر هئا جنهن کي ڏسي ڪري انسان فوراً دليل کان سواءِ سُڃاڻي وٺندو آهي.

**وڃايل اُٺ جي ڳولائُو اوٺار جو قصو**

هن قصي جو خلاصو هيءُ آهي ته انسان پنهنجي گم ٿيل شيءِ کي بنا سوچڻ جي سڃاڻي ويندو آهي.

اُشترے گم کردی و جستیش چُست
چوں بیابی چوں ندانی کانِ تُست

ترجمو: ”تو اُٺ وڃايو ۽ اُن کي چُستيءَ سان ڳوليئي. جڏهن تون ان کي ڳولي لهندين، ڪيئن نه سمجهندين ته اهو تنهنجي ملڪيت آهي“

گم ٿيل اٺ جيڪو تنهنجي هٿ مان نڪري ويو. قافلو، جنهن ۾ تون شريڪ هئين اهو روانو ٿيو ۽ رات ويجهي اچي ويئي. تنهنجو اُٺ گم ٿي ويو. رستو به خطرناڪ ۽ پريشاني جو باعث هو. تون اُٺ ڳولي رهيو آهين.

جنهن جو اُٺ گم ٿي ويو اهو مسلمانن کي چوڻ لڳو ته آهوري تان منهنجو اُٺ ڀڳو آهي، جيڪو پتو ٻڌائيندو آئون اُن کي هيترا درهم انعام ڏيندس. ماڻهو اُن گم ٿيل اُٺ جا مختلف اهڃاڻ ڏيئي رهيا هئا. ڪو ڪاٺو ته ڪو منڊو ۽ ڪو وري ٻانڊو ٻڌائي رهيو هو. مطلب ته راز اهو ئي آهي ته جنهن ۾ قبول حق جي استعداد هوندي آهي اهو ئي حق کي قبول ڪندو آهي.

**مُختلف مذهبن ۾ مرتد ٿيڻ ۽ انهن کان ٻاهر ٿيڻ ۽ ڇوٽڪارو لهڻ**

فلسفی از نوعِ دے گر کردہ شرح
باحثے مر گفت او را کردہ جَرح

ترجمو: ”فلسفيءَ ٻئي نموني شرح ڪئي، متڪلم اُن جي بحث تي جرح ڪئي.“

صفاتِ باري جي معاملي ۾ فلسفو چوي ٿو ته ذاتِ باري ذاتِ خالص آهي ۽ صفتون محض فرضي آهن. متڪلمين صفاتِ باري جي وجود جا قائل آهن. ڪي صفتون جيئن يَدٌ، وَجْهٌ وغيره ۾ تاويل ڪن ٿا. مُحقق صوفي جيڪي سڀني صفتن کي مڃين ٿا ۽ ڪيفيت جو تفصيل نٿا ڪن. بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته انهن گروهن جون نه سڀ ڳالهيون صحيح آهن ۽ نه سڀ ڳالهيون غلط آهن. ڪجهه صحيح آهن ۽ ڪجهه غلط آهن. هر باطل سان گڏ ڪجهه حق ضرور مليل هوندو آهي. بزرگ رومي رحمة الله عليه ان جا ڪجهه مثال بيان فرمايا آهن. ڪوٽي سِڪي ۾ مِلاوٽ سان گڏ ڪجهه اصل ضرور هوندو آهي. ڪوڙو ماڻهو به ڪوڙ ۾ سچ ملائي ڳالهه ڪندو آهي. جيڪڏهن نيڙائي سان گڏ

سِڏائي نہ هجي تہ ٽيڙائيءَ جو ڪو خريدار نٿو بڻجي سگهي. زهر ۾ جيڪڏهن کنڊ نہ هجي تہ ڪوبہ دوکي ۾ زهر نٿو کائي سگهي. جيڪڏهن جوَن ۾ ڪڻڪ مليل نہ هجي تہ ڪڻڪ وڪڻندڙ جوَ ڪيئن تو وڪڻي سگهي. اهو ئي حال مذهبن جو آهي تہ انهن ۾ حق ۽ باطل مليل جُليل هوندو آهي. هر مذهب جي هر ڳالهہ کي باطل قرار نٿو ڏيئي سگهجي. حق باطل ۾ اهڙي طرح پوشيده هوندو آهي جيئن شب قدر ٻين راتين ۾ هوندي آهي. پوشيده رکڻ ۾ حڪمت هيءَ آهي تہ هر رات ۾ اُن جي تلاش جاري رهي. مصنوعي فقيرن ۾ بہ ڪو الله جو خاص ٻانهو هوندو آهي. عقلمند مومن جو ڪم هيءُ آهي تہ هو انهن مان ان شيءِ جي جستجو ۽ ڳولا ڪري. جيڪڏهن سڀ سودا بي عيب هجن تہ هر بيوقوف واپاري بڻجي وڃي. جيڪڏهن سڀ مذهب معيوب هجن تہ عقل بيڪار آهي، اُن جو ڪم باقي نٿو رهي. رات ڏينهن کي هڪ جهڙو سمجهڻ وارو بيوقوف آهي. سيني کي باطل چوڻ تڪبر آهي جيڪو بدبختي آهي. جيڪي ماڻهو انبياء جي هدايت هيٺ اعمالِ حسنہ جو ڪاروبار ڪن ٿا، اهي نفعي ۾ آهن. دنيادار نانگ کي مال سمجهندو آهي. دنياوي نفعي نقصان تي غِبطو نہ ڪريو. فرعون ۽ ثمود دنياوي نفعي کي نفعو سمجهيو، انهن جو حشر ڏسو.

**هر شيءِ جي آزمائش ڪرڻ، تان تہ اُن ۾ جيڪا ڀلائي ۽ بُرائي آهي اها ظاهر ٿي وڃي**

جيئن تہ دنيا ۾ نہ رڳو خير آهي ۽ نہ وري رڳو شر ئي شر! ان ڪري هر شيءِ تي غور ڪرڻ گهرجي.

اندریں گردوں مکرر کن نظر
زانکہ حق فرمود ثُمَّ اِرْجِعْ بَصَرْ

ترجمو: هن آسمان تي ٻيهر نگاهہ وجهہ، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي: وري نگاهہ موٽاءِ.“

قرآن پاڪ ۾ آهي تہ ثُمَّ ارْجِعِ الْبَصَرَ كَرَّتَيْنِ يَنْقَلِبْ إِلَيْكَ الْبَصَرُ خَاسِئًا وَّهُوَ حَسِيرٌ ﴿۴﴾ ”پوءِ بار بار نظر موٽاءِ، اها ٿڪجي ماندي ٿي ڪري تو ڏانهن واپس موٽندي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ فَارْجِعِ الْبَصَرَ ۙ هَلْ تَرَىٰ مِنْ فُطُورٍ ﴿۳﴾ نظر کي واپس موٽاءِ تہ ڪو (آسمان ۾) شِگاف ۽ چير ڏسين جڏهن الله تعاليٰ آسمان جهڙي شفاف شيءِ تي بار بار نظر ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي تہ پوءِ تاريڪ ۽ اونداهي زمين تي ڪيترا دفعا نظر وجهڻ اُن کي پسند هوندو. خارجي شين ۾ غور و فڪر کي ظاهر ڪرڻ ڪانپوءِ بزرگ رومي ؒ فرمائي ٿو تہ پنهنجي اخلاق سان سُٺي ۽ بُري ۾ تميز ڪرڻ جي لاءِ عقل تي زياده زور ڏيڻ جي ضرورت آهي. تڪوينيات ۾ زمين تي اهي مُختلف عوارض هن لاءِ طاري ٿين ٿا تان تہ زمين ۾ مخفي شين ۾ فرق واضح ٿي وڃي.

انهن ئي آزمائشن جي ڪري زمين لعل موتي ۽ سنگ قُلائي تي ۽ لعل ۽ سنگ جو امتياز واضح ٿي وڃي ٿو. لعل ۽ سنگ وغيره سڀ زمين لِڪائي رکيا آهن، جيڪي الله جي خزانن جون شيون آهن. زمين کان اهي امتحان اقرار ڪرائيندا آهن. زمين کي گرم ۽ سرد امتحانن مان لنگهائي لِڪيل شين جو اقرار ڪرائڻ ائين ئي آهي جيئن چوڪيدار ڏوهاري سان ڪڏهن نرم ۽ ڪڏهن سخت ورتاءُ ڪندو آهي، تان تہ اهو اقرار ڪري ۽ راز ٻُڌائي. زمين تي موسمِ بهار جو اچڻ چوڪيدار جو قهر آهي. زمين جي لاءِ سياري جي موسم سخت سزا آهي جيئن شڪنجي ۾ مجرم ۽ ڏوهاري جا هٿ پير ڪِليا ويندا آهن. مُجاهدي ڪرڻ واري تي جيڪي سُٺيون ۽ بُريون حالتون طاري ٿين ٿيون اهي بہ اِن لاءِ آهن تہ جسم جيڪو بمنزلہ زمين جي آهي، روح جو نور چورايو اٿس. انساني جسم تي قدرت جي طرفان جيڪي مُختلف سختيون ٿين ٿيون اهي هن لاءِ آهن تہ ان روح جي نقد کي چورايو آهي. الله تعاليٰ جي طرفان جنت ۽ نعمتون ۽ جهنم جا وعيد بہ هن لاءِ آهن تہ سُٺي ۽ بُري ۾ امتياز ٿي وڃي. بزرگ رومي سٺي ۽ بري ۾ امتياز ڪرڻ جي عقل کان علاوه هي ترڪيب بہ ٻڌائي آهي تہ تجربيڪار عارف ڪامل جي ذريعي ان ڪم جي تڪميل ڪئي وڃي ۽ ڪيس اهڙن ڪمن جو دستورِ اعظم بڻايو وڃي. عارف ڪامل کي سُڃاڻڻ لاءِ فطرتِ سليمہ جي ضرورت آهي. سليمہ

فطرت وارو عهدِ الست کان هن ذوق سان واقف آهي تہ جنهن وٽ اهو ذوق هوندو اهو اُن کي فورا سڃاڻندو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي ماءُ کي، کير پياري صندوق ۾ بند ڪري پنهنجي پٽ کي نيل نديءَ ۾ وجهڻ جو حُڪم اِن لاءِ ٿيو تہ هو پنهنجي ماءُ جي ٿڃ کان واقف ٿي وڃي. جڏهن کير پيارڻ واريون کير پيارڻ اچن تہ هو ماءُ جي کير کي سُڃاڻي وٺي. جيڪڏهن تون چاهين ٿو تہ تنهنجي ٻار ۾ بہ کيرن جي امتياز ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ٿي وڃي تہ اُن کي ڦيريان کان ٿي کير پيار، تان تہ اهو بروقت ٻين کيرن کان تنهنجي کير کي ممتاز ڪري ۽ ڪامل رهبر ۽ ناقص رهبر کي سمجهي سگهي.

## اُٺ ڳولڻ واري شخص جي حڪايت جي ڪارائتي تشريح

اُشترے گم کردۂ اے معتمد

ہر کس از اشتر نشانت می دہد

ترجمو: ”اي معتمد! تو اُٺ گم ڪيو آهي. هر شخص توکي اُٺ جون نشانيون ٻڌائي رهيو آهي.“

جڏهن انسان تلاشِ حق ۾ نڪرندو آهي تڏهن ڪيس مختلف ماڻهن سان واسطو پوندو آهي. ڪي صحيح رهنمائي ڪندا آهن ۽ ڪي غلط. جيڪڏهن انسان جي فطرتِ سليم آهي ۽ اُن ۾ عهدِ الست جي بوءِ آهي تہ هو انهن ماڻهن جي صحيح ۽ غلط نشاندهيءَ ۾ امتياز ڪري وٺندو آهي ۽ صحيح انسان جي دستگيريءَ ڪندو آهي. ڪن ماڻهن ۾ حقيقي طلب ڪونہ هوندي آهي. اهي ديکا ديکيءَ ۾ راهنما سان گڏ لڳي پوندا آهن ۽ تلاش جا مدعي بنجي ويندا آهن ۽ طالب جي حصي مان حصو ورهائڻ جو فڪر ڪرڻ لڳندا آهن. جيڪڏهن ڪو ڪين غلط نشاندهي ڪري ٿو تہ اهي غلط صحيح ۾ ڪو فرق نٿا ڪري سگهن. جنهن جو اُٺ واقعي گم ٿيو آهي، ٻُڌائڻ وارو جڏهن ان جون صحيح نشانيون ٻُڌائي ٿو تہ ان کي يقين اچي وڃي ٿو ۽ اهي نشانيون ان جي خوشي جو سبب بنجي وڃن ٿيون ۽ هو ان جي بيان کي بلاغ مُبين قرار ڏي ٿو ۽ اُن کي پنهنجو پيشرو بنائي ٿو. ان جي جسماني ۽ روحاني طاقت ۾ اضافو ٿي ويندو آهي. حقيقي طالب صحيح نشانين ٻڌائڻ واري کي چوندو آهي تہ تو سچ چيو آهي. جڏهن تو صحيح نشانيون ٻڌايون آهن تہ هاڻي مون سان گڏجي هل، تہ ان کي پڪڙيون. جيڪو ان گم ٿيل اُٺ جو مالڪ نہ آهي ۽ محض مقابلي جي لاءِ تلاش ۽ ڳولا جو مدعي بنجي ويو آهي تہ ان جي لاءِ صحيح نشانيون بہ ڪا معنيٰ نٿيون رکن. اهو مدعي حقيقي طالب جو نقل ڪري رهيو آهي. ان نقال کي طالب جي خوشيءَ مان هي محسوس ٿيو تہ اهو حقيقي طالب هو.

حقيقي طالب جو جيڪو اُٺ هو تنهن ۾ ان نقال جو ڪو حصو نہ هو پر ان جو بہ اُٺ گم ٿي ويو هو. ان اُٺ جي لالچ ۾ هُن هن کي فراموش ڪري ڇڏيو هو. صحيح طالبن سان جڏهن نقال لڳندو آهي تہ ڪنهن وقت ان کي پنهنجي وڃايل شيءِ بہ ياد اچي ويندي آهي ۽ اهو ان کي حاصل ڪري وٺندو آهي. حقيقي طالب کي جنهن جاءِ تي مطلوب مليو اُتي ان نقال کي بہ وساريل مطلوب ملي ويو. هاڻي ان ۾ اخلاص پيدا ٿي ويو ۽ پنهنجي وڃايل شيءِ جي حاصل ڪرڻ لاءِ لڳي ويو. حقيقي طالب تہ فطري صلاحيت جي بنياد تي ڪامياب ٿيو ۽ نقال سندس ڪاميابي کي ڏسي سڏي واٽ ورتي. ڦيريائين اُن جي طلب نقلي هئي. هاڻي حقيقي طلب ٿي وئي. هاڻي هي مدعي بہ حقيقي طالب بنجي رستي تي لڳي ويو. هاڻي آئون حقيقي معنيٰ ۾ هم آهنگ ۽ همدرد آهيان. جڏهن مون پنهنجي حقيقي مطلوب کي سمجهيو تہ تنهنجي شيءِ کان بي نيازي پيدا ٿي وئي. جيستائين مون کي پنهنجو مطلوب نظر نہ آيو هو، آئون ان جو حقيقي طالب نہ بڻيو هوس. هاڻي نقلي طلب ختم ٿي.وئي ۽ حقيقي طلب غالب اچي وئي. منهنجي نقالي هڪ بُرائي هئي. اها ڀلائي ۾ تبديل ٿي وئي ۽ هاڻي آءٌ حقيقي طالب بنجي ويو آهيان. تنهنجي حقيقي طلب توکي طالب بنايو هو. منهنجي نقالي مون کي حقيقي طالب تائين پهچايو. تنهنجي سچي طلب توکي جستجوءَ ۾ لڳايو. منهنجي نقلي

جستجو مون کي طالبِ صادق بنايو. طلب ۽ جستجو تہ هئي پر نقالي جي ڪري بيڪار هئي، الله تعاليٰ جي فضل ان کي ڪارآمد بنايو. ان جا بهترين نتيجا سامهون آيا. غلط ڪار بہ ڪڏهن ڪڏهن مقصد حاصل ڪري وٺندو آهي. رياڪاريءَ ڪانپوءِ خلوص حاصل ٿي ويندو آهي. انسان کي جدوجهد ڪرڻ گهرجي ۽ مصيبتون برداشت ڪرڻ گهرجن، تڏهن راحت ملندي. مدعي ۽ طالب جي لاءِ بہ اُٺ ھڏايا ويا هئا. اهو تعبير لفظن جي ڪوتائي هئي، ورنہ حقيقت ۾ هڪ ئي اُٺ هو، يعني آخر ۾ ٻئي واصل بحق ٿيا ۽ ذات حق واحد آهي: ڪنهن بزرگ جو مقولو آهي: مَنْ عَرَفَ رَبَّهٗ، كُلَّ لِسَانَهٗ "جنهن پنهنجي رب کي سُڃاتو ان جي زبان گونگي ٿي وئي." يعني ذات ۽ اوصاف جي بيان ڪرڻ کان الفاظ عاجز آهن. اهو آلو جنهن سان آسمانن ۽ ستارن جا فاصلا ماپيا ويندا آهن، جنهن کي اصطرلاب چيو ويندو آهي، ظاهر آهي اهو آلو آسمان جا سيئي احوال ۽ سج جون سيئي حقيقتون نٿو ٻڌائي سگهي. ساڳيو حال الفاظ جو آهي. جڏهن تہ گويائي ۽ لفظ بمنزلہ اُصطرلاب جي آهن. اهي آسمان جي سيني حقيقتن کي نٿا ٻڌائي سگهن. اهڙي طرح الفاظ عالم غيب جي اُن آسمان ۽ سج جي حقيقت کي واضح نٿا ڪري سگهن جنهن جي مقابلي ۾ هيءُ آسمان ۽ سج بي حقيقت آهن.

**هر هڪ نفس ۾ مسجدِ ضرار جو فتنو موجود آهي**

چون پديد آمد کہ آن مسجد نبود
خانہٴ حيلت بدو دام جهود

ترجمو: "جڏهن ظاهر ٿي ويو تہ اها مسجد نہ، مڪاريءَ جو گهر ۽ يهودين جو ڄار هو."

جڏهن هيءَ ڳالهہ کلي وئي تہ مسجد ضرار حقيقت ۾ مسجد نہ آهي، پر يهودين جو هڪ ڄار ۽ دوکو آهي، تڏهن حضور عليه السلام ان کي ڪيرائي اروڙيءَ ۾ تبديل ڪرائي ڇڏيو. ابو عامر راهب جنهن جي لفظي معنيٰ آهي "آباد ڪندڙ" اهو آباد ڪندڙ نہ هو پر اُن جو تباهہ ڪندڙ هو، انهيءَ ڪري اهو "برعڪس نام نهند زنگي ڪافور" جو مصداق هو. صورت تي حڪم نہ لڳندو آهي پر حقيقت تي حڪم لڳندو آهي. ابو عامر جي صورت تعمير واري هئي پر حقيقت ۾ اها تخريب هئي.

ڪُنڊيءَ ۾ ڳاهُہ مڇيءَ جي لاءِ خوراڪ جي صورت ۾ موجود هوندو آهي پر حقيقت ۾ اِها خوراڪ ناهي. انهي ڪري ان کي بخشش ۽ سخاوت نٿو چئي سگهجي. مسجد قبا پٿر جي نهيل هئي ۽ پٿر احساس ۽ جذبي کان خالي هوندو آهي. پر ان بہ غيرجنس يعني مسجد ضرار کي گوارا نہ ڪيو. جيڪڏهن مسجد ضرار مسجد قبا جي برابر ڪئي وڃي تہ اهو وڏو ظلم ٿيندو. جهڙي طرح مسجد ۽ مسجد ۾ فرق آهي، اهڙي طرح حقائق انسانيہ جيڪي سيني حقيقتن جو اصل ۽ بنياد آهن، انهن ۾ بہ گهڻو فرق آهي. هڪ انسان ۽ ٻئي انسان ۾ وڏو فرق آهي. افضل ۽ مفضول جي زندگيءَ هڪجهڙي ناهي ۽ نہ موت هڪجهڙو اٿن. دنيا ۾ ٻنهين جي قبرن ۾ بہ وڏو فرق آهي، آخرت ۾ جيڪو فرق هوندو ان جو بيان ڪٿي ٿو ڪري سگهجي؟

انسان کي پنهنجن عملن کي پرکڻ گهرجي، متان انهن ۾ حسد ۽ رياڪاري لِڪل نہ هجي ۽ ان جي عمل جي صورت مسجد ضرار جهڙي نہ هجي. ڪنهن وقت انسان ٻئي انسان جي انهن عيبن جو مذاق اُڏائيندو آهي جيڪي ان ۾ خود لِڪل هوندا آهن. ان مضمون کي بزرگ رومي رحمة الله عليه هن حڪايت سان واضح فرمايو آهي.

**هڪ هندستانيءَ جو پنهنجي دوستن سان وڙهڻ ته اهي بدڪار آهي، جڏهن ته هو خود ان بيماري ۾ مبتلا هو!**

*چار هندو در يکے مسجد شدند*

*بهر طاعت راکعِ و ساجد شدند*

ترجمو: ”چار هندستاني هڪ مسجد ۾ پُهتا، عبادت جي لاءِ رڪوع ۽ سجدي ۾ ويا.“

هر هڪ نيت ڪري تڪبير چئي نماز ۾ لڳي ويو. موئذن آيو ته نماز جي حالت ۾ انهن مان هڪ چئي ڳالهيون ۽ چوڻ لڳو ته بانگ ڏي وقت ٿي ويو آهي. ٻئي نمازيءَ نماز جي حالت ۾ ڦرندئين نمازي کي چيو: تو نماز ۾ ڳالهايو، تنهنجي نماز ٽُٽي وئي. ٽئين شخص نماز جي حالت ۾ ٻئي کي چيو: تون ٻين کي ڪهڙو طعنو پيو ڏين، خود تنهنجي نماز ٽُٽي وئي. چوٿين چئي نماز جي حالت ۾ چيو: خدا جو شُڪر ٿيو جو مون هنن ٽنهي وانگر ڳالهائي پنهنجي نماز خراب ڪانه ڪئي!

چئني مان هر ڪو ٻئي جو عيب ظاهر ڪري رهيو هو حالانڪ اهوئي عيب خود منجهس موجود هو. اهو شخص قابلِ مبارڪباد آهي جيڪو ٻين جي عيب جوئي نه ڪري ۽ پنهنجي عيب کي تسليم ڪري. انسان جو اڌ حصو جسم آهي ۽ اڌ حصو روح آهي. جسم عالمِ خلق جي شيءِ آهي جيڪا فسادن سان پريل آهي. انهيءَ ڪري هر انسان جو عيبدار هجڻ مُمڪن آهي، تنهن ڪري اُن کي پنهنجو عيب تسليم ڪرڻ گهرجي. هر انسان ۾ جڏهن عيب موجود آهن ته پوءِ پنهنجي عيبن جي اصلاح جو فڪر ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن انسان پنهنجي زخم کي بُرو سمجهي ٿو ته ضرور اُن جي علاج لاءِ هٿ پير هڻندو. پنهنجي عيب کي تسليم ڪرڻ اِنڪساري ۽ عاجزي اختيار ڪرڻ آهي جيڪا رحمت جو سبب ۽ مقام آهي: اِرْحَمُوْا: ”توهان رحم ڪريو“ يعني خدا انسان تي رحم ڪرڻ جو حڪم صادر فرمايو آهي.... جيڪو عيب ٻين ۾ ٻڌائي رهيو آهين جيڪڏهن اهو تو ۾ نه آهي ته به، اُن عيب جي باري ۾ مطمئن نه ٿي. ٿي سگهي ٿو ته اهو عيب تو ۾ ظاهر ٿي وڃي. ڪامل مومن جي لاءِ قرآن پاڪ ۾ اَلَّا تَخَافُوْا وَ لَا تَحْزَنُوْا (حٰم سجده- ۳۰) ”نه توهان ڊڄو، نه ڊپ ڪريو،“ جي بشارت آهي پر اها ڪامل مومن جي لاءِ آهي، تو پنهنجي لاءِ ته ڪونه ٻڌي، تون ڇو مطمئن ٿي وئين! شيطان معلم الملڪوت هو، پوءِ ابليس بڻيو. انسان کي پنهنجي باري ۾ مطمئن نه هجڻ گهرجي. ٻين جي عيب جوئي نه ڪئي وڃي. پنهنجي عيبن جي نگراني ڪرڻ گهرجي. زندگيءَ ۾ نه امن حاصل ٿيندو نه خوف کان رهائي ملندي. بي ريش (ڏاڙهيءَ کان سواءِ) هجڻ مردانگيءَ جو عيب آهي. جيستائين پنهنجو عيب زائل نه ڪريو تيستائين ٻئي کي طعنو نه ڏيو. ٻئي جي عيب مان صرف عِبرت حاصل ڪريو. خدا جو شُڪر ڪر، تون اُن جي لاءِ باعثِ عبرت نه ٿي بلڪ عبرت حاصل ڪر.

**غزون جو هڪ شخص کي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪرڻ، تان ته ٻيو ڊڄي**

”غُز“ ترڪ قبيلي جا ماڻهو هئا جن جو پيشو غارتگري هو.

*آں غُزانِ ترک خونریز آمدند*

*بهر يغما برِدِہ ناگه زدند*

ترجمو: ”خونريز تُرڪ ڦرلٽ جي لاءِ غُز ۾ آيا، اوچتو انهن هڪ ڳوٺ تي حملو ڪيو.“

هنن ڳوٺ جي ٻن مُک ماڻهن کي پڪڙي ورتو. هڪڙي کي مارڻ لڳا. اُن جا هٿ پير ٻڌائون ته اهو شخص چوڻ لڳو: جڏهن مون وٽ ڪجهه به نه آهي ته پوءِ مون کي قتل ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟ اُن تي هڪڙي رهزن چيو: تو کي هن لاءِ قتل ڪريان ٿو تان ته ٻيو عبرت حاصل ڪري ۽ پنهنجا پئسا ڪڍي ڏئي! اُن ٻڌل شخص چيو: اهو ته مون کان به

وڏيڪ مفلس آهي. رهزن چيو تہ ان ڇاڻي واٽي پنهنجو پاڻ کي مفلس بنايو آهي ورنہ اهو مالدار آهي. ٻڌل شخص چيو: ان جي مالداريءَ جو وهم آهي، يقين تہ نہ آهي. اهو وهم مون تي بہ ٿي سگهي ٿو، انهيءَ ڪري ان معاملي ۾ اسين ٻئي برابر آهيون، تنهن ڪري هن کي قتل ڪريو تہ آئون عبرت وٺان.

هن قِصي مان هيءَ ثابت ٿيو تہ اهو خوش نصيب آهي جيڪو ٻئي مان عبرت حاصل ڪري، پوءِ اهو اِ جو ڪرم آهي جو امت محمديہ صلي الله عليه وسلم کي الله تعاليٰ سڀني امتن کانپوءِ پيدا ڪيو تان تہ اها پهرين اُمتن جي فرمانن مان عبرت حاصل ڪري ۽ زياده نيڪيون حاصل ڪري. حديث شريف ۾ آهي تہ نَحْنُ الْاٰخِرُوْنَ السَّابِقُوْنَ "اسين دنيا ۾ سڀني امتن کانپوءِ پيدا ٿياسون پر قيامت ۾ اسان کي سڀني تي سبقت حاصل هوندي." اڳين قومن مان عبرت حاصل ڪرڻ اسان جي لاءِ رحمت بنجي ويو. قومِ عاد لاءِ ڪکر عذاب جي صورت ۾ نمودار ٿيو ۽ اسان تي ابرِ رحمت بنيو. اسان کي انهن مان عبرتِ حاصل ڪرڻ گهرجي.

**اُنهن ماڻهن جو ذڪر جيڪي نبين ۽ ڪامل عارفن جي وجود جي نعمت جا ناشُڪرا ۽ خودپرست آهن**

*هرچہ ز ایشاں گفت از عیب و گناه*

*وز دلِ چوں سنگ و زجانِ سیاه*

ترجمو: "انهن جي عيب ۽ گناهہ سنگدلي ۽ اندر جي ڪاراڻ جو جيڪي ڪجهہ الله تعاليٰ ذڪر فرمايو"

قيامت جي غم کان بي فڪري ۽ ڪميڻي دنيا جو عشق توتي غالب اچي ويو نصيحت کان پڇڻ، اهل دل کان اجنبيت، مطلب تہ انهن فردن ۽ انهن قومن ۾ اهي ڪم اختيار ڪيا انهن جا بُرا احوال ۽ بُرو انجام تنهنجي اڳيان آهي پر توکي اُن مان ڪا عبرت حاصل نہ ٿي. تنهنجي حالت هيءَ آهي تہ جيڪڏهن ڪو بزرگ ماڻهن جي برائي برداشت ڪري ٿو ۽ ڪجي پڇي نٿو تہ تون چوين ٿو اهو عاجز آهي، ڪنهن جو ڇا ٿو بگاڙي سگهي ۽ جيڪڏهن اهو ناگواري جو اظهار ڪري تہ اُن کي مغلوب النفس چوين ٿو. بزرگن سان تہ منافقانہ ورتاءُ ڪرين ٿو پر دين جي ڪمن ۾ نہ لڳڻ جو سبب ٻارن ٻچن جي مصروفيت ٻڌائين ٿو ۽ چوين ٿو تہ مٿي ڪنهڻ جي فرصت نہ آهي، دين جي ڪمن ۾ ڪيئن لڳان؟ ڪجهہ ڪرڻ کان سواءِ بزرگن کان باطني توجہ جو خواستگار آهين تان تہ ولي بنجي وڃين. دعا ۽ باطني توجہ جي درخواست ڪرين ٿو. تنهنجي ان درخواست جو مثال ايئن آهي جيئن ڪو ننڊ ۾ جَوَڙي ۽ وري سمهي رهي. مجبوري ظاهر ڪرين ٿو تہ ٻارن ٻچن جو پيٽ پالڻ جي لاءِ محنت سان حلال روزي ڪمائڻ ۾ مصروف آهين. انهن صورتن ۾ حلال روزي تہ ڇا پر تنهنجو خون ڪرڻ بہ جائز آهي ۽ تون واجب القتل آهين. اهي سڀ مجبوريون خدا ۽ دين جي معاملي ۾ آهن، شيطان ۽ ڪاڏي ڪمائڻ ۾ نہ آهن. دنياداريءَ ۾ پڄندو ڦرندو وتين ۽ دين جي معاملي ۾ بي عمل بنجي ڪري صبر ڪريو ويٺو آهين. قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ پنهنجي باري ۾ فرمايو آهي تہ وَ الْاَرْضَ فَرَشْنٰهَا فَنِعْمَ الْمٰهِدُوْنَ ﴿٤٨﴾ (سوره الذٰريٰت-٤٨) : "اسين سُٺو فرش وڇائڻ وارا آهيون." دنيا جي لذتن ۾ صابر نہ آهين، انهن جي لاءِ ڊوڙ ڊُڪ ۾ آهين. الله جي معاملي ۾ صبر آهي، ڪابہ ڪاوش نہ آهي. دنيا جي هوا سُٺي ۽ خراب جي لاءِ جدوجهد آهي. الله تعاليٰ جيڪو خالق آهي اُن کان بي نيازي آهي. بي عمل عُذر طور چوي ٿو تہ الله تعاليٰ غفور ۽ رحيم آهي بخشي ڇڏيندو. بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ اهو شيطاني وسوسو آهي. حضرت ابراهيم خليل الله غار مان نڪرندي (جتي اُن جي پرورش ڪئي پئي ويئي) خدا جي جستجو ۽ ڳولا شروع ڪري ڇڏي. سِتاري کي ڏسي ڪري فرمايائين: هيءُ خدا ٿي سگهي ٿو. جڏهن اهو غروب ٿي ويو تڏهن فرمايائين: غروب ٿيڻ وارو ستارو خدا نٿو ٿي سگهي. حضرت ابراهيم عليه السلام فرمايو: آئون ٻنهين جهانن مان ڪنهن ڏانهن نگاهہ ڪونہ ڪٽندس جيستائين خدا کي نہ سُڃاڻان. پوءِ فرمايائين: خدا جي صفتن کي ڏسڻ کان سواءِ ماني بہ ڪونہ کائيندس. جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام جو اهو حال

هو تہ پوءِ انهن ماڻهن تي تعجب آهي جيڪي خدا جي ذات ۽ صفات کي سڃاڻڻ کان سواءِ زندگي بسر ڪن ٿا. خدا جي معرفت کانسواءِ ڪائڻ پيئڻ جانورن جو ڪم آهي، جيڪي ماڻهو خدا جي معرفت کان سواءِ زندگي گذارين ٿا انهن کي قرآن پاڪ ۾ چوپاين جانورن جهڙو بلڪ انهن کان بہ وڌيڪ گمراهہ قرار ڏنو ويو آهي. معرفت کان سواءِ زندگي گذارڻ وارو ڪٿي ڪيترو بہ چالاڪ هجي پر سندس مڪاري ۽ زندگي سڀ تباهہ آهي منجهس دنيا جو بہ عقل ڪونہ رهيو، پوري زندگي ختم ڪري ڇڏيائين ۽ آخرت جو ڪو سامان حاصل نہ ڪيائين. الف کي خالي چيو ويندو آهي ڇاڪاڻ تہ اُن تي ڪو نقطو ڪونہ ڏنو آهي. دين جي ڪمن ۾ نہ لڳڻ وارا عام طور تي اهو ئي چوندا آهن تہ فلاڻي ڪم کان فارغ ٿي ڪري دين جي ڪم ۾ لڳندس ۽ خُدا غفور رحيم ۽ نکتہ نواز آهي، بنا عمل جي بہ بخشي ڇڏيندو! اهي سڀ نفس جا ڌوڪا آهن. اُن جي صفتن جو بهانو ڪري دين جو عمل ڇڏي ٿو ڏين پر پنهنجي پيٽ جي فڪر ۾ ڦِرندو رهين ٿو! الله جي رزاقيت تي ڀروسو ڪري ترڪِ عمل ڇو نٿو ڪرين.

**هڪ جهونڙيءَ جي طبيب سان بيمارين جي شڪايت ۽ طبيب جو ڪيس جواب ڏيڻ**

هن حڪايت جو مقصد هيءُ آهي تہ جڏهن ڪنهن جي نفس جي برائي ظاهر ڪئي ويندي آهي تہ نفس کي ڏاڍو بُرو لڳندو آهي. انهيءَ ڪري مرض جو علاج ضروري آهي نہ تہ مرض لا علاج ٿي ويندو.

گفت پیرے مر طبیبے را کہ من
در زحیرم از دماغِ خویشتن

ترجمو: ”هڪڙي پوڙهيءَ (عورت) طبيب کي چيو تہ آئون پنهنجي دماغ جي معاملي ۾ ڏاڍي مُشڪل ۾ آهيان.“

طبيب چيو تہ دماغ جي ڪمزوري پيريءَ جي ڪري آهي. پوڙهيءَ چيو تہ اکين ۾ ڌنڌ بہ آهي. طبيب چيو تہ اها بہ پيريءَ جي ڪري آهي. پوڙهي چيو تہ چيلهہ ۾ سور آهي. طبيب چيو تہ اهو بہ پيريءَ جي ڪري آهي. پوڙهيءَ چيو: کاڌو هضم نٿو ٿئي. طبيب چيو پيريءَ جي ڪري معدو ڪمزور آهي. پوڙهيءَ چيو: ساهہ گهڻجي ٿو. طبيب چيو تہ پيري ايندي آهي تہ سوين بيماريون پيدا ٿي پونديون آهن. پوڙهيءَ چيو تہ منهنجي شهوت بہ گهڻجي ويئي آهي ۽ پير سُن ٿي ويندا آهن. طبيب چيو اهو بہ پيريءَ جي ڪري آهي. جهونڙيءَ چيو: چيلهہ ڪمان جهڙي ٿي ويئي آهي. طبيب چيو تہ اهو بہ پيريءَ جي ڪري آهي. ان تي پوڙهيءَ ڪاوڙ ۾ چيو تہ تو حڪمت ڪونہ سِکي آهي، تون بيوقوف آهين. هڪ ئي ڳالهہ تي ڳنڍ ڏيئي ويهي رهيو آهين تہ سڀ ڪُجهہ پيريءَ جي ڪري آهي. الله سائين هر درد جو علاج رکيو آهي، حديث شريف ۾ آهي تہ مَا اَنْزَلَ اللهُ داءً اِلَّا اَنْزَلَ لَهُ، شِفَاءً ”خدا ڪا اهڙي بيماري پيدا نہ ڪئي آهي جنهن جو هُن عِلاج پيدا نہ ڪيو هجي. طبيب اُن پوڙهيءَ کي چيو تہ تنهنجي عمر سٺ سال آهي جنهن ۾ غُصو ۽ ڪاوڙ وڌي ويندي آهي، اهو پيريءَ جو ئي اثر آهي. نوجوان ۾ قوت برداشت وڌيڪ هوندي آهي، پيريءَ ۾ قوتِ برداشت گهڻجي ويندي آهي. جن کي روحاني طاقت حاصل هوندي آهي انهن تي ڀيريءَ جا آثار نمايان ڪونہ هوندا آهن. عارفن ۽ انبيائن جو جسم پوڙهو هوندو آهي تہ بہ همت جوان رهندي آهي. ناقص ماڻهن جو بغض ۽ حسد ڪامل ماڻهن جي ڪمال جو دليل آهي. جيڪڏهن حاسدن کي پنهنجي ان سزا جو يقين ٿي وڃي جيڪا قيامت ۾ کين ملندي تہ اهي ڪڏهن بہ عارفن ۽ انبيائن سان حسد ڪونہ ڪن ۽ انهن کي اُگهاڙي ترار سمجهي ساڻن مقابلو نہ ڪن. بزرگن جي ظاهري علم سان ڌوکي ۾ نہ پوڻ گهرجي، سندن وجود منڪرين جي قهر جو مظهر آهي. انبيائن ۽ عارفن جي جسم جا اجزاء الله جي دوزخ ۽ بهشت جا مظهر آهن. جيئن تہ انبياء ۽ الله وارا اخلاق خداوندي حاصل ڪري چُڪا آهن انهيءَ ڪري انهن جا مرتبا تصور کان بالاتر آهن جيڪو انساني فِڪر ۾ سمائجي وڃي اهو فاني آهي اهو خدا نٿو ٿي سگهي، خدا اهوئي آهي جيڪو انساني فڪر ۽ عقل کان بالاتر آهي. انبيائن ۽ عارفن سان گستاخي ڪرڻ وارا جيڪڏهن اهو ڄاڻن تہ انهن جي

باطن ۾ ڪير وسي ٿو ته ڪڏهن به گستاخي جي جرئت نه ڪن. بيوقوف مسجد جي تعظيم ته ڪن ٿا پر بزرگن جي دل جي تعظيم نٿا ڪن جيڪا حقيقي مسجد ۽ خانه خدا آهي. نبي ۽ عارف جي دل اصلي خانه خدا آهي. عارفن جي دل رنجائڻ قوم جي تباهيءَ جو سبب بڻبو آهي. دشمنن جي نگاهه فقط عارف جي جسم تي آهي. هر انسان ۾ تباهه ٿيل قومن جا اخلاق موجود آهن ان ڪري ڏڃڻ گهرجي ته متان اُن سان به اهو سلوڪ نه ٿئي جيڪو گذريل قومن سان ٿيو. جڏهن تباهه ٿيل قومن جا مثال موجود آهن ته مطمئن نه هجڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن وقت انهن تي گرفت نٿي ٿئي ته هيءَ نه سمجهڻ گهرجي ته ڪڏهن به گرفت ڪونه ٿيندي.

## پيءُ جي جنازي اڳيان روئندڙ ٻار جو قصو ۽ شيخ جوحي جي ڳالهه

اڳ ۾ بزرگ اهو سمجهايو هو ته هر انسان ۾ اهي خصلتون موجود آهن جيڪي برباد ٿيل قوم ۾ موجود هيون پر ماڻهو انهن کا غافل آهي. هن قصي جو خلاصو هيءُ آهي ته روئڻ وارو ڇوڪرو جيڪو قبر جون خصوصيتون بيان ڪري رهيو هو اهي جوحيءَ جي گهر ۾ موجود هيون.[1]

ڪودڪے در پيشِ تابوتِ پدر

زارمی نالید و برمی کوفت سر

ترجمو: "هڪ ٻار پيءُ جي جنازي جي اڳيان گهڻو روئي ۽ منهن مٿو پٽي رهيو هو."

هاءِ، بابا! توکي ڪيڏانهن کنيو پيا وڃن! مِٽي هيٺان ڏڪڻ لاءِ وڃن پيا. نه اُتي تڏو آهي، نه توري. رات جو اُتي نه بتي آهي ۽ نه کاڌو. نه دري آهي نه دروازو، نه اُتي پاڙي آهي ۽ نه ڪو پاڙيسري. هِتي ماڻهو تنهنجي جسم کي چمندا هئا. اتي تنگ ۽ سوڙهي جڳهه آهي... جتي نه چهرو باقي رهي ٿو ۽ نه رنگ سلامت رهي ٿو. روئڻ واري ڇوڪري جيتري قدر قبر جون وصفون ٻڌايون هُيون، اهي سڀ جوحيءَ جي گهر ۾ هُيون. ان تي جوحي چوڻ لڳو ته اهي نشانيون ته منهنجي گهر جون آهن.

جهڙي طرح جوحي قبر جي سيني نشانين کي پنهنجي گهر ۾ ڏٺو اهڙي طرح تباهه ٿيل قومن جون علامتون هر انسان ۾ موجود آهن. جنهن دل ۾ خدا جو نور نه آهي اها الله تعاليٰ جي محبت کان بي ذوق آهي. اُن دل کان ته قبر جي کڏ بهتر آهي. پنهنجي دِل کي اُن کڏ مان ڪڍڻ خود انسان جو ڪم آهي. جهڙي طرح عارضي طور حضرت يوسف عليه السلام قيدخاني ۾ هليو ويو هو ۽ ٻاهر نڪتو. تون به دل کي قيدخاني کان ٻاهر ڪڍ. تنهنجو روح بمنزلہ يونس عليه السلام جي آهي. حضرت يونس عليه السلام نجات ۽ ڇوٽڪاري لاءِ تسبيح پڙهي ته مڇيءَ جي پيٽ مان ٻاهر نڪتو. تون به تسبيح پڙهه. حضرت يونس عليه السلام جي قصي ۾ آهي ته فَلَوْلَآ اَنَّهٗ كَانَ مِنَ الْمُسَبِّحِيْنَ ﴿١٤٣﴾ لَلَبِثَ فِيْ بَطْنِهٖٓ اِلٰى يَوْمِ يُبْعَثُوْنَ ﴿١٤٤﴾ (الصّٰفّٰت: ١٤٤،١٤٣) "جيڪڏهن يونس عليه السلام تسبيح پڙهڻ وارن مان نه ٿئي ها ته اُن (قيامت) ڏينهن تائين مڇيءَ جي پيٽ ۾ رهي ها."

ازل ۾ الله تعاليٰ روحن کان پنهنجي ربوبيت جو اقرار ڪرايو هو. انسان جي تسبيح ۽ خدا ڏانهن فِطري ميلان اُن جي عهد الست جي علامت ۽ نشاني آهي. جيڪڏهن ڪنهن انسان ۾ عهدِ الست جي فطرتِ سليم باقي نه رهي آهي ته الله وارن کان اها حاصل ڪري. جنهن بحر وحدت جو مشاهدو ڪيو اهو مڇي سڏبو. دنيا کي سمنڊ، جسم کي مڇي ۽ روح کي يونس عليه السلام سمجهو. جهڙي طرح حضرت يونس عليه السلام تسبيح جي برڪت سان مڇيءَ جي پيٽ مان نجات حاصل ڪئي، ورنہ قيامت تائين اُن ۾ رهي ها. اهڙي طرح توهان پنهنجي روح کي تسبيح جي ذريعي جسم جي مڇيءَ کان ڇوٽڪارو ڏياريو، ورنہ مڇي هضم ڪري ويندي. عارف ڪامل خواهشمند آهن ته تون اُنهن کان فيض حاصل

---

[1] جوحي هڪ فرضي شخصيت آهي، جنهن ڏانهن ڪِل يوڳ جا قصا منسوب ڪيا وڃن ٿا، جيئن اسان وٽ وتايو فقير آهي. سنڌيڪار

ڪرين. جهڙي طرح پلصراط تان گذري ڪري بهشت ۾ داخلا ٿيندي، اهڙي طرح صبر سان ڪُشادگي حاصل ٿيندي. صبر بدصورت غلام آهي ۽ ڪشادگي محبوب آهي. ڪُشادگي حاصل ڪرڻ جي لاءِ صبر جي تلخي برداشت ڪرڻ ضروري آهي. واصل بحق هجڻ ۾ صبر جي دشوارين سان اهل الله لذت حاصل ڪن ٿا. هيو صبر جي لذتن ڪان واقف نہ آهي، صبر جي لذت مردِ خدا ڄاڻي ٿو. جهڙي طرح مردِ ميدان جنگ ۽ شان و شوڪت جي لذت سمجهي ٿو، نامرد انهن لذتن ڪان واقف نہ آهي. ان جو فڪر ۽ لذت تہ محض شرمگاهہ ۽ اُن جي ذڪر تائين محدود آهي. جيڪڏهن ڪو مردِ خدا نہ آهي ۽ اِن ميدان جو مرد نہ آهي تہ ان جو عروج عارضي آهي، اُن تي اعتماد نہ ڪرڻ گهرجي. نامرد جو عروج تہ اهڙو ئي آهي جهڙو فقيرن جا جهنڊا، جيڪي فقط ماني گهرڻ جي لاءِ استعمال ٿيندا آهن، اُنهن کي غازين جي جهنڊن سان ڪا نسبت نہ آهي. انهن ڳالهين کي خوب سمجهہ. جيڪڏهن تون نٿو ڄاڻين تہ ان سلسلي جي ڳالهہ ٻُڌ.

**هڪ ڀار جو هڪ ٿُلهي شخص ڪان ڊڄڻ ۽ اُن جو چوڻ تہ: ٻچڙا، مون ڪان نہ ڊڄ، آئون نامرد آهيان، تون مرد آهين:**

نامرد جو ظاهري ڏيک ناقابلِ اعتبار آهي، اهو محض ڪدڙي جو بدن آهي.

*گُنگ زفتے کودکے را یافت فرد*

*زرد شُد کودک زبیم قصدِ مرد*

ترجمو: ”هڪ ٿُلهي متاري شخص ڀار کي اڪيلو ڏٺو، ڀارڙو اُن مرد جي ارادي جي ڊپ ڪان هيڊو ٿي ويو.“

مطلب تہ اهو ڇوڪرو اُن ٿُلهي ڪدڙي جي ارادي ڪان ڊنو. اِن تي هُن ڪيس چيو: ڊپ نہ ڪر، تون مرد آهين ۽ منهنجي مٿان هوندين. منهنجو ٿلهو بدن صرف ڏسڻ ۾ خوفناڪ آهي. همت ۽ بهادريءَ ڪان خالي آهيان. تون مون تي سوار ٿي اُٺ وانگر مون کي هڪلي سگهين ٿو.

گهڻا انسان بظاهر بهادر معلوم ٿيندا آهن پر اندران بُزدل شيطان هوندا آهن. دهل ٿلهو هوندو آهي پر اندران خالي هوندو آهي. دُهل وڻ تي اهڙي جڳهہ لٽڪيل هو جتي هوا جي زور تي ٽاري ڏوئنڪي وانگر ان تي اچي پئي لڳي. ڪنهن لومڙيءَ اُن کي ٿُلهو شڪار سمجهي ڪري پنهنجو نندو شڪار بہ ڇڏي ڏنو. بدن جي ٿُلهي ۽ همت جي ڪوتاهہ شخص ڪان بي عقل ماڻهو ڊڄن ٿا. دُهل جي آواز ڪان لومڙيون ڊڄن ٿيون. عقلمند اُن کي ايترو ڪُٽي ٿو جو خبرون نہ پُڇ! مطلب تہ ايترو ڪُٽي ٿو جيڪو ناقابلِ بيان آهي. اها ئي صورت ڏيکاءُ پسند بزرگن جي آهي جو عوام سندن دوکي ۾ اچي وڃي ٿو.

**هڪ ڊڄڻي تير انداز جو قصو**

*یک سوارے با سلاح و بس مہیب*

*مے شُد اندر بیشہ بر اسپے نجیب*

ترجمو: ”هڪ هيبتناڪ هٿياربند سوار عمدي گهوڙي تي جهنگ ۾ وڃي رهيو هو.“

هڪ تيرانداز ڪيس ڏٺو. ڊپ جي ڪري تير هڻڻ لاءِ ڪمان تاڻيائين. سوار چيو: جيتوڻيڪ منهنجو بدن ٿُلهو آهي، پر آئون ڪمزور آهيان. مُنهنجي ٿولهہ تي ڊپ نہ ڪر. آئون جنگ ۾ پوڙهي عورت ڪان بہ ڪمزور آهيان. جسم ٿلهو آهي اندر ڪجهہ ڪونهي. منهنجن هٿيارن ڪان ڊپ نہ ڪر. اهي جنگي هٿيار جن جي استعمال ڪرڻ جي ماڻهوءَ ۾ صلاحيت نہ هجي تہ انهن جي ڪري ڪمزورن جي لاءِ اُنهن جي ظاهري حالت ئي تباهي جو سبب بڻبي. جيڪڏهن بزدل ميدان ۾ بهادري جا هٿيار نہ ٻڌي اچي تہ بچيل رهي ها. دنيادارن جي مقابلي ۾ دنياداريءَ جي هٿيارن يعني مڪر ۽ فريب سان مسلح نہ ٿيو تہ ڇوٽڪارو حاصل ڪندؤ. مڪر ۽ فريب جو هٿيار خود انسان جو پيدا ڪيل آهي ۽ خود ان

جي ٿي تباهيءَ جو سبب آهي. انسان جي مڪاري هڪ منٽ جي لاءِ به انسان جي لاءِ مفيد ناهي. دين ۽ آخرت جي معاملي ۾ محض عقل سان رهنمائي حاصل نٿي ٿي سگهي. بيڪار عقل کان جهالت بهتر آهي. اي صاحبِ قبول، هڪ حڪايت ٻڌ جيڪا جهل ۽ فضول عقل جي باري ۾ آهي. هتي بزرگ جيڪو قِصو نقل ڪري ٿو ان جو خلاصو به اهو ئي آهي.

**بدويءَ جو ٻوريءَ ۾ واري ڀرڻ جو قصو ۽ هڪ عقلمند طرفان ڪيس ملامت ڪرڻ**

يک عرابی بار کرده اشترے
یک جوالے زفت ازوانه برے

ترجمو: "هڪڙو بدوي اُٺ تي ڪڻڪ جي داڻن جو هڪ ٿلهو ٻورو لڏيو پئي ويو."

رستي مان هڪ ٻيو مِٽيءَ جو ٻورو پريائين. پاڻ ٻنهين ٻورن جي وچ ۾ ويهي رهيو. هڪڙي واٽهڙو ڪائنس پُڇيو: تنهنجو وطن ڪٿي آهي؟ ۽ ان ڪانپوءِ چيائين: ٻنهين ٻورن ۾ سچ ٻڌاءِ ته ڇا پريل آهي. بدويءَ چيو: هڪ ٻوريءَ ۾ ڪڻڪ آهي، ٻيءَ ۾ واري آهي. همراهه چيو: واري ڇو ڀري اٿئي؟ بدويءَ چيو: هِن لاءِ ته ٻنهي پاسن جو وزن برابر ٿئي. ان تي عقلمند واٽهڙو ڪيس مشورو ڏيندي چيو: ٻي ٻوري واريءَ سان ڀري توازن قائم ڪيو اٿئي، ان جي بدران هن ڪڻڪ جي ٻوريءَ جو اَڌ ٻن ٻورين ۾ وجهه ته بار هلڪو ٿي ويندو. اهڙي سٺي صلاح تي بدويءَ ان کي شاباش ڏني ڇاڪاڻ ته سندس عقل ۾ اها ترڪيب نه آئي هئي. هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ واٽهڙو جي تعريف ڪرڻ لڳو. پوءِ بدويءَ ان عقل واري شخص کي چيو ته هيتري عقل ۽ ذهانت جي باوجود تون پيادو ۽ ننگو ڇو آهين؟ بدويءَ کي اُن داناءُ تي ترس آيو ۽ ڪيس پنهنجي اُٺ تي وهاريائين. پوءِ اُن کي چيائين ته ڪجهه پنهنجو احوال ٻڌاءِ! تون وزير آهين يا بادشاهه، ڇاڪاڻ ته وڏن ڪمن کي تنها انجام ڏيڻ جي صلاحيت بادشاهه يا وزير ۾ هوندي آهي. داناء چيو ته آئون نه وزير آهيان ۽ نه بادشاهه. بدويءَ پڇيو: مال ڪيترو اٿئي؟ داناء چيو ته ڪجهه به نه آهي. نه ڪاڏو، نه لباس ۽ نه اسباب، نه گذارو آهي. وڏيڪ مون کي ڪوٽ نه. بدويءَ چيو ته تو پنهنجي عقل ۽ دانش مان گهٽو ڪجهه ڪمايو هوندو. داناءُ چيو ته اي عرب جا سردار! مون وٽ گذاري جو سامان به ڪونه آهي. اگهاڙا پير ۽ ليڙون لٽا، وتان ٿو ڦرندو، جتي مانيءَ جي اميد هوندي آهي اوڏانهن هليو ويندو آهيان. ان تي بدويءَ سخت بيزاري ظاهر ڪندي چيو: ان عقل جي هوندي ايترو اِفلاس ۽ مسڪيني بدبختيءَ جو دليل آهي. مون کان پري ٿيءُ، متان اها بدبختي مون تي نه پوي. جيڏانهن تون ويندين آئون اوڏانهن ڪونه ويندس، مطلب ته تنهنجو ساٿ مون کي گوارا نه آهي. منهنجي بي وقوفي تنهنجي ان عقلمنديءَ کان بدرجها بهتر آهي. تنهنجو اهو عقل ۽ دانائي ئي بدبختيءَ جو سبب آهي. تون، تنهنجي دانائي کي گهٽ ڪر، تان ته بدبختي گهٽجي وڃي.

اها دانائي ۽ چالاڪي جيڪا جڙتو ۽ الله جي نور کان بي فيض هجي اها بدبختيءَ جو سبب بڻبي آهي. دين جي حفاظت ۽ سمجهه انسان جي عروج جو سبب آهي. اهي فلسفي جيڪي محض پنهنجي عقلي اندازن جي بنياد تي متقدمين تي تحقيق ۽ غور ڪن ٿا اهي به اصحاب حالِ حق جو مشاهدو ڪن ٿا، محض ظِن ۽ تخمين کان ڪم نه ٿا وٺن. خالي دنيا ڪمائڻ جا حيلا ۽ تدبيرون وڏي جِگر سوزيءَ سان حاصل ڪيون اٿن. علومِ خداوندي سان اخلاقِ حسنه پيدا ٿين ٿا ۽ اهو اصل فائدو آهي جنهن کي انهن برباد ڪيو آهي. دنياوي معاش جي تدبيرَ ۽ فڪر بي حقيقت آهي. تدبير ۽ فِڪر ته اهو آهي جنهن سان ڪنهن ڪامل هاديءَ ڏانهن رستو نمودار ٿئي جيڪو حقيقي بادشاهه آهي. دنياوي بادشاهه لشڪر ۽ خزاني جي ذريعي بادشاهي ڪن ٿا، ڪامل هاديءَ اهو بادشاهه آهي جنهن کي پنهنجي بادشاهي لاءِ انهن شين جي ضرورت نه آهي. بزرگن جي بادشاهي لازوال آهي، جيئن دين احمديﷺ جي عزت ۽ سلطنت لازوال آهي. قيامت تائين شريعت کي زوال نه آهي ۽ شريعت کي نظر بد نٿي لڳي سگهي.

**حضرت سلطان ابراهيم بن ادهم رحمة الله عليه جون ڪرامتون**

**هن قصي جو خلاصو هيءُ آهي تہ بزرگن جي بادشاهي دنياوي شهنشاهت کان وڌيڪ آهي.**

هم ز ابراهیم ادهم آمد ست

کو زراہے برلب دریا نشست

ترجمو: "ابراهيم بن ادهم رحمة الله عليه جي باري ۾ ڄاڻايل آهي تہ هو هڪ رستي تي درياءَ ڪناري ويٺو هو."

ادهم جو پٽ ابراهيم ڪنهن درياءَ جي ڪناري تي ويهي پنهنجي ڦاٽل گودڙي سبي رهيو هو. اوچتو اُتي هڪ سردار آيو. ابراهيم کي سُڃاڻي تعظيمي سجدو ڪيائين. تعظيمي سجدي جو بادشاهن جي درٻار ۾ رواج هو جيڪو شرعي اعتبار سان ناجائز آهي. سردار، ابراهيم جو اڳوڻو بادشاهي ٺٽ ڏٺو هو سو ڪيس هن حالت ۾ ڏسي حيران ٿي ويو. خفي تحرير ۾ شان و شوڪت ڪونہ هوندو آهي. اهوئي حال فقر ۽ تصوف جو آهي. سردار چوڻ لڳو تہ هيڏي سلطنت ڇڏي فقيري اختيار ڪئي اٿوَ؟ حضرت ابراهيم رحمة الله عليه تمام وڏي سلطنت ڇڏي فقيري اختيار ڪئي هئي. بزرگانِ دين ماڻهن جي قلبي وسوسن کي تاڙي ويندا آهن. اهي بمنزلہ شينهن جي آهن ۽ ماڻهن جون دِليون ٻيلا. جهڙي طرح اميد ۽ ڊپ دل ۾ سرايت ڪن ٿا، اهڙي طرح الله وارا بہ ماڻهن جي دِلين ۾ روان دوان رهندا آهن ۽ لِڪل وسوسن کي ڄاڻي وٺندا آهن. بزرگن جي اڳيان دل ۾ برا وسوسا نہ آڻڻ گهرجن. عام طور ماڻهو ظاهري بادشاهن جي اڳيان اخلاص سان وڃن ٿا ۽ بزرگن جي مجلس ۾ فاسد خيال کڻي وڃن ٿا. جيڪڏهن تون باطن جو انڌو آهين تہ باطني انڌن جي مجلس ۾ منهن کي پُر رونق بناءِ. جيڪڏهن تون ڪورِ باطن آهين تہ بزرگن جي اڳيان منهن تي گندگي لڳائي وڃ پر اها تنهنجي حالت تنهنجي لاءِ باعثِ فخر نہ آهي.

جيئن تہ ان سردار روحاني بادشاهيءَ کي گهٽ سمجهيو هو انهيءَ ڪري سندس اصلاح جي لاءِ سلطان ابراهيم بن ادهم هيءَ ڪرامت ڏيکاري جو پنهنجي سئي ان درياءَ ۾ اُڇلائي ڇڏيائين جنهن جي ڪناري تي ويٺو هو ۽ پوءِ وڏي آواز سان اها سوئي درياءَ کان گهريائين تہ لکين مڇيون سون جون سوئيون وات ۾ کڻي درياءَ جي ڪناري تي ظاهر ٿيون. شيخ ابراهيم رحمة الله عليه فرمايو: اي خدا آئون تہ فقط پنهنجي سئي گهران ٿو، اها عطا ڪري پنهنجي مهر جي سچي نشاني ظاهر فرماءِ! ان تي هڪ ٻي مڇي ظاهر ٿي جنهن جي وات ۾ شيخ جي سئي هئي. شيخ ابراهيم رحہ سردار کي چيو تہ دنياوي بادشاهي سُٺي آهي يا روحاني!؟ روحاني بادشاهيءَ جو طالب ٿيءُ! ظاهري بادشاهي تي اڪتفا نہ ڪر، دنيا جو مثال هڪ شهر جهڙو آهي ۽ عالمِ غيب هڪ باغ آهي جنهن جو ٿورو حصو هن دنيا ۾ ڏيکاريو ويو آهي. باغ مان چند گلن واريون ٽاريون بازار ۾ آنديون وينديون آهن. هن دنيا جو آسمان بہ اُن باغ جو هڪ پتو آهي. عالمِ غيب مغز آهي ۽ عالمِ شهود اُن جو ڇلڪو ۽ کل آهي. عالم غيب ۾ جيڪڏهن قدم نٿا پُهچن تہ اها خوشبو حاصل ڪر. جنهن سان اُن زڪام کي رفع ڪري سگهين جيڪو خواهشِ نفساني جي ڪري توتي طاري ٿي ويو آهي. جڏهن عالمِ غيب جي خوشبوءِ سنگهندين تڏهن روح عالمِ غيب ڏانهن ڇڪبو ۽ اها خوشبوءِ اکين جي لاءِ نورِ بصيرت بنجي ويندي ۽ عالمِ غيب جي لاءِ راهہ نمودار ٿي ويندي. سالڪ جو سينو ڪوهہ سينا بنجي ويندو جنهن ۾ رب جي تجليات جو ظهور ٿيندو. جڏهن حضرت يعقوب عليه السلام، حضرت يوسف عليه السلام جي فراق ۾ روئندي روئندي نابين ٿي ويو هو، تڏهن حضرت يوسف عليه السلام پنهنجي ڀائرن جي ذريعي پنهنجي قميص موڪلي هئي ۽ چيو هو تہ اها حضرت يعقوب عليه السلام جي چهري تي لڳائجو. بزرگ رومي رحمة الله عليه چوي ٿو تہ اُن قميص ۾ اها ئي عالمِ غيب جي خوشبوءِ هئي جنهن جي اثر سان حضرت يعقوب عليه السلام جي بينائي موٽي آئي هئي. اها ئي عالمِ غيب جي خوشبوءِ هئي جيڪا حضور صلی الله علیه وسلم جن کي نماز جي حالت ۾ محسوس ٿيندي هئي ۽ ان ڪري حضور صلی الله علیه وسلم فرمايو تہ منهنجي

اڪين جي ٽڏاڻ نماز آهي.

لطائفِ ستہ: (1) قلب (2) روح (3) نفس (4) سِرّ (5) خفي (6) اخفيٰ. جيئن تہ ڪن بزرگن نفس کي روح جي تابع مڃيو آهي. انهيءَ ڪري بزرگ پڻ پنج لطائف چيا آهن. جيڪڏهن سالڪ هڪ لطيفي کي مُصفيٰ ڪندو آهي تہ ٻيا تصفيہ قبول ڪندا آهن. جيڪڏهن هڪ کي غذا حاصل ٿيندي آهي تہ باقي لطيفن جي لاءِ بہ اهائي قوت جو سبب بنجي ويندي آهي. مثال طور لطيفہ قلب کي ذڪر جي غذا حاصل ٿئي ٿي تہ اها ٻين لطيفن جي لاءِ باعثِ تقويت آهي. هڪ لطيفي جي اثر سان ٻين لطيفن جي متاثر ٿيڻ جو مثال هيءُ آهي تہ اک متاثر ٿئي ٿي تہ اُن سان دل بہ متاثر ٿي وڃي ٿي ۽ اُن ۾ عِشق جي ڪيفيت پيدا ٿي وڃي ٿي، جنهن سان صدق ۽ اخلاص پيدا ٿي ويندو آهي. عشق سان اخلاص پيدا ٿيو تہ اُن سان ٻيا سڀ حواس متاثر ٿين ٿا ۽ انهن ۾ وصلِ محبوب جو ذوق پيدا ٿي وڃي ٿو.

## غيب کي ڏسڻ واري نور سان عارف جا حواس منور ٿيڻ جو آغاز

چون يکے حِس در روش بکشاد بند
مابقي حِسها همه مُبدل شوند

ترجمو: ”جڏهن هڪ حس رفتار ۾ بندش کي کولي ڇڏي تہ باقي سڀ حواس بدلجي وڃن ٿا.“

جڏهن هڪ لطيفو رڪاوٽن جي قيد کان آزاد ٿي وڃي ٿو تہ باقي لطيفن ۾ بہ تبديلي اچڻ لڳندي آهي. هڪ لطيفي کي عالمِ غيب جو مُشاهدو ٿيڻ لڳندو آهي تہ باقي لطيفہ بہ عالمِ غيب جو ادراڪ شروع ڪندا آهن. هڪ لطيفي سان ٻين لطيفن کي آزادي ملڻ جو مثال هي آهي تہ ڌڻ مان هڪ ٻڪري جيڪڏهن نهر ٽپي ويندي آهي تہ باقي ٻڪريون بہ نهر ٽپي وينديون آهن. سالڪ کي گهرجي تہ پنهنجي لطيفن جي ٻڪرين کي عالمِ غيب جي چراگاهہ ۾ چاري ۽ لطيفن جي لاءِ اُن جهان مان معارف ۽ اسرار حاصل ڪري: اَخۡرَجَ الۡمَرۡعٰی ۙ﴿۴﴾ (الاعليٰ: 4) اُن خدا، چراگاهہ پيدا فرمايو آهي. بزرگ رومي رحہ چراگاهہ مان عالمِ غيب وارو چراگاهہ مُراد ورتي آهي. هر لطيفو ٻئي لطيفي جي لاءِ معارفِ جنت جي پيغامبريءَ جو ڪم ڏيڻ لڳي ٿو. جڏهن لطيفہ مصفيٰ بنجي ويندا آهن تڏهن سالڪ لفظي گفتگو کان سواءِ جنهن ۾ حقيقت ۽ مجاز ۽ زبان جو استعمال ڪونہ ٿيندو آهي، عارف ڪامل جي لطيفن سان پنهنجو راز چوندا آهن. لفظي عبارت جنهن ۾ حقيقت ۽ مجاز جو استعمال ٿيندو آهي اُن ۾ تہ تاويل جي گنجائش هوندي آهي پر لطيفن جي پاڻ ۾ گفتگو ۾ ڪنهن تاويل جي گنجائش ڪونہ هوندي آهي ڇاڪاڻ تہ هتي نفس الامر جو مشاهدو هوندو آهي.

جڏهن ٻين جا حواس عارف جي حواسن جي تابع ٿي ويا تہ آسمان ۽ زمين بہ اُن جا تابع بنجي ويندا. جيڪڏهن ڪَلَ تي ٻن ڄڻن جو جهڳڙو هجي تہ ڪل اُن جي ملڪيت قرار ڏني ويندي جنهن جي ملڪيت ۾ مغز آهي. آسمان ڪائنات جو ڇِلڪو ۽ ڪل آهي. پوءِ جڏهن ڪائنات جون دليون ڪنهن جي تابع هجن تہ لامحالہ آسمان بہ اُن جي تابع هوندو. هيءُ ٻيو مثال آهي تہ جيڪڏهن ٻُڌ تي جهڳڙو هجي تہ ٻُڌ اُن جو قرار ڏنو ويندو، جيڪو منجهس پوشيده داڻن جو مالڪ هوندو. ڇِلڪو ڳر تي هوندو آهي ۽ ڳر کي گهيريندو آهي. ظاهر آهي تہ مغز اُن ۾ لِڪل هوندو آهي.

هاڻي وري بزرگ رومي رحمة الله عليه ڪجهہ مثال ظهور ۽ خفا جا ڏئي ٿو ۽ مخفي مرتبن جو ذڪر فرمائي ٿو: جِسم ۽ روح جي اها ئي نسبت آهي جيئن ٻانهونءَ ۽ هٿ جي آهي. عقل ۽ روح جي مخفي هجڻ ۾ فرق آهي. عقل روح جي پيٽ ۾ وڌيڪ مخفي آهي، انهيءَ ڪري حس ٻئي جي رُوح کي جلد سُڃاڻي ويندي آهي ۽ عقل کي دير سان سُڃاڻندي آهي. ڪنهن جسم ۾ حرڪت هجي تہ فوراً سمجهبو تہ اُن ۾ روح آهي پر خالي حرڪت سان عقل جو پتو نٿو لڳائي سگهجي. جيڪڏهن انهن جون حرڪتون ۽ سُڪون موزون آهن تہ توهان کي يقين ٿيندو تہ اهو صاحبِ عقل آهي. وحي جي قبوليت جي استعداد عقل کان بہ زياده مخفي آهي. هر انسان حضور صلي الله عليه وسلم جي عقل کي ڄاڻي ورتو ۽ ڪين عقلمند

چيو پر گهٽا انسان پاڻ سڳورن ﷺ جي قُبول وحي جي استعداد کي نہ سُڃاڻي سگهيا. وحيءَ جي استعداد جا بہ ڪي آثار ۽ ڪُجھ علامتون آهن پر جيئن تہ اهي نادر هونديون آهن، انهيءَ ڪري اُنهن کي عقل نٿو سڃاڻي. انهن آثارن کي عقل جنون جو سبب سمجهي ٿو. ڪڏهن عقل حيران ٿي ويندو آهي ۽ اهو اِن لاءِ تہ عقل جو اِن استعداد کي سمجهڻ هن ڳالھ تي موقوف آهي تہ ٻنهين ۾ پوري مناسبت پيدا ٿي وڃي. حضرت موسيٰ عليه السلام حضرت خضر عليه السلام جي ڪمن کي غيرموزون قرار ڏنو ۽ اعتراض ڪيو. اسرارِ غيبي کي سمجهڻ ۾ جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام جهڙي عظيم پيغمبر جو عقل ناڪاره ثابت ٿيو تہ ڪوئي جهڙي عقل وارا انهن جو ادراڪ ڪيئن ٿا ڪري سگهن. تحقيقي علم وارو خاموشيءَ سان الله تعاليٰ سان خريد و فروخت ۾ لڳو رهندو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اِنَّ اللّٰهَ اشْتَرٰی مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ اَنْفُسَهُمْ وَ اَمْوَالَهُمْ بِاَنَّ لَهُمُ الْجَنَّةَ (التوبہ-١١١) ”خدا مومنن کان انهن جون جانيون ۽ مال جنت جي بدلي ۾ خريد ڪيا آهن.“

هر علم جو ان جي مناسبت سان خريدار هوندو آهي. حضرت آدم عليه السلام جي علوم جا خريدار ملائڪ هئا، ديو ۽ پريون ڪونہ هيون. قرآن پاڪ ۾ آهي اَنْۢبِئْهُمْ بِاَسْمَآئِهِمْ (آل عمران-٣٣) ”اي آدم عليه السلام انهن ملائڪن کي اسماءِ الاهي جي تعليم ڏي. عُلومِ عقلي وارن جو تعلق عالمِ سفلي سان آهي. ڪوئي جي علم جو تعلق بہ زمين سان آهي. ڪوئي کي فقط خوراڪ جي ضرورت آهي انهيءَ ڪري اُن کي ايترو عقل عطا ٿيو. ضرورت کان سواءِ ڪنهن کي عطيو نٿو ملي. دنيا کي جيڪڏهن زمين جي ضرورت نہ هجي ها تہ زمين وجود ۾ نہ اچي ها، جيڪڏهن زمين جي ٺهراءَ لاءِ جبلن جي ضرورت نہ هجي ها تہ اهي پيدا نہ ٿين ها، جيڪڏهن دنيا کي آسمانن جي ضرورت نہ هجي ها تہ اهي پيدا نہ ڪيا وڃن ها. سج، چنڊ تارا سڀ ضرورت جي ماتحت پيدا ڪيا ويا آهن، مطلب تہ شين جو وجود ضرورت جي ڪري آهي. جيتري قدر ضرورت ٿئي ٿي اوتري قدر ذريعا ڏنا وڃن ٿا. پنهنجي باطني احتياج ۽ ضرورت کي وڌاءِ، تہ درياءِ ڪرم جوش ۾ اچي.

دنيا جو اهو ئي دستور آهي تہ فقير جيستائين پنهنجي مجبوري ۽ ضرورت جو اظهار نٿو ڪري تہ ڪيس ڪير ڪُجھ ڪونہ ڏيندو آهي. فقير ڪڏهن اهو ڪونہ چوندو تہ آئون گهڻو مالدار آهيان، مون کي ماني ڪارايو. ٻجُو (هڪ جانور) کي اک جي ضرورت ڪونہ هئي انهيءَ ڪري اُن کي اک عطا ڪانہ ٿي، عالمِ ناسوت ۾ قاتل جيڪڏهن ضرورت محسوس ڪن تہ خدا انهن کي نورِ بصيرت عطا ڪري ڇڏي. جڏهن ڪين نور بصيرت حاصل ٿي وڃي تہ اُنهن جي عالمِ لاهوت ڏانهن پرواز ٿيڻ لڳندي آهي، پوءِ انهن تي اسرارِ خداوندي کُلن ۽ اهي بلبل وانگر نغمہ سرائي ڪرڻ لڳن.

الله تعاليٰ ڪن جي هڏيءَ ۾ ٻُڌڻ جي قوت پيدا فرمائي آهي. جڏهن ڪو نالو پُڪاريون يا سڏيون ٿا ۽ اُن سان ڪجھ سمجھ ۾ اچي ٿو. اِسم ۽ مسميٰ جو پاڻ ۾ تعلق جيڪڏهن سمجھ ۾ اچي ٿو تہ فقط ايتري قدر، جيتري قدر پکيءَ جو تعلق آکيري سان آهي. جِسم ۽ روح جي نسبت جيڪڏهن سمجھ ۾ اچي ٿي تہ فقط ايتري قدر، جيتري قدر پاڻي ۽ نهر جي نسبت آهي پر ان تعلق ۽ نسبت جي حقيقت غيرمعلوم آهي. روح جي قوتِ فِڪريہ ۾ سُٺا ۽ بُرا خيال ايندا رهندا آهن. روح کي پاڻيءَ سان تشبيھ ڏجي تہ جهڙي طرح پاڻيءَ جي سطح بيٺل نظر ايندي آهي حالانڪ اهو روان دوان آهي، اهڙي طرح روح ملاءِ اعليٰ ڏانهن روان آهي پر اُن جو احساس ڪونہ ٿو ٿئي. پاڻيءَ جي سطح جي رواني ڪکن ڪانن جي لڳاتار گذرڻ سان معلوم ڪئي ويندي آهي. اهڙي طرح روح جي قوتِ فِڪريہ ۾ مختلف خيالن جي اچڻ سان ان جي رواني معلوم ڪري سگهجي ٿي. روح جي قوت فِڪريہ جي سطح تي بہ سُٺن ۽ بُرن خيالن جو ظهور ٿيندو رهندو آهي. روح جي قوتِ فِڪريہ جي سطح تي جيڪي ڇلڪا ۽ کلون آهن اُنهن جو مغز باغ ۾ تلاش ڪر. اُتان ڪان ئي پاڻي هليو آهي. اتي معارفِ غيبيہ جو مغز توکي حاصل ٿيندو. لامحالہ اُن جو منبع ۽ سر چشمو آهي. عام عارفن جي روح جي رواني تيز آهي، انهيءَ ڪري انهن تي غم ۽ غصي جا ڪک پن زياده دير ڪونہ بيهندا آهن، خاص عارفن جا روح غم ۽ غصي کي قبول ئي نٿا ڪن.

اجنبي شخص جون هڪ شيخ تي چٽرون ۽ بزرگ جي طالب جو اجنبيءَ کي جواب ڏيڻ:
هن حِڪايت جو خلاصو هيءُ آهي ته عارفن ڪاملن جو روح ڪنهن مصيبت کي قبول ئي نٿو ڪري.

ابلہے یک شیخ را تہمت نہاد
کو بدست و نیست بر راہِ رشاد

ترجمو: ”هڪ بيوقوف هڪڙي الله واري تي تهمت هنئي ته اهو بُرو آهي ۽ هدايت جي رستي تي نه آهي.“

هو اِن ڪري بيوقوف هو جو الله واري جي مقام کي نٿي ڄاڻائين. وڏن تي تُهمت لڳائڻ ڪا معمولي ڳالهه نه آهي. عام طور تي وهندڙ پاڻي گدلو هوندو آهي. تو جيڪي بُرايون بيان ڪيون آهن اهي اُن ۾ نه هونديون ۽ جيڪڏهن هجن به، ته اهي اُن جي معصيت ڪونه سمجهيون وينديون ڇاڪاڻ ته فنائيت جي غلبي جي ڪري اُن معصيت کي شرعي لحاظ کان اُن جي لاءِ گناهه نه سمجهيو ويندو. جيئن وڏي درياءَ ۾ جيڪڏهن مردار ڪري پوي يا اُڇلايو وڃي ته شرعي اعتبار سان اُن درياءَ کي گندو قرار نه ڏنو ويندو. ۽ مَٽَ پاڻيءَ جا جيڪي ٻارهن سئو رطل هجن، جيڪڏهن اِن مقدار ۾ پاڻي هجي ته امام شافعي رحمة الله عليه جي نظر ۾ اُن ۾ ٿوري پليتي ڪِرڻ سان اهو ناپاڪ نه ٿيندو. جيڪڏهن اِن مقدار کان گهٽ آهي ته نجس ٿي ويندو. مختلف جاين تي شين جا احڪام ۽ آثار جُدا هوندا آهن. نِجاست جو قُڙو، ٿوري پاڻيءَ کي پليت بنائي ٿو، زياده کي نه بنائي سگهندو. باهه نمرود کي نقصان پهچايو حضرت ابراهيم عليه السلام کي نقصان نه پهچائي سگهي. نفس جي خواهش سان اهو ئي فِعل بمنزل باهه جي آهي ۽ روح جي تقاضا تحت اهو گلزار آهي. روح ۽ نفس جي اعتبار سان احڪامن ۾ فرق آهي ۽ اُن جو سبب هيءُ آهي ته روح حق جي مشاهدي ۾ لڳل آهي جنهن کي دليل جي ضرورت نه آهي. نفس اُن کان محروم آهي ۽ طالبِ دليل آهي. وانڌڙوءَ لاءِ سونهون ضروري آهي. جيڪي مقصود تائين پُهچي ويا اهي انهن شين کان بي نياز ٿي ويا آهن. عارف جيڪي واصل هوندا آهن اُهي به ڪڏهن اِستدلال کان ڪم وٺندا آهن پر اهو خود انهن لاءِ ڪونه هوندو آهي بلڪ اهي ٻين جي تفهيم ۽ سمجهائڻ جي لاءِ پنهنجي مرتبي کان ڪِري ڪري استدلال کان ڪم وٺندا آهن. پيءُ جي زبان صاف ۽ روان هوندي آهي پر ٻار جي خاطر ٻاتڙائي ڳالهائيندو آهي. وڏي کان وڏو عالم ٻار کي پڙهائڻ وقت ”الف“ خالي ”ب“ جي هيٺان هڪ نُقطو چوندو آهي ته اهو مُبتديءَ جي لاءِ چوندو آهي، ورنه سندس مقام ان کان گهڻو بُلند آهي. هو ٻار کي پڙهائڻ جي لاءِ حروف ابجد جو تلفظ ڪدي ٿو ۽ ”ابجد هوز حطي“ چوي ٿو، مطلب ته جيڪا زبان ٻار سمجهي ٿو اُن لهجي ۽ زبان ۾ ڪيس تعليم ڏئي ٿو، پنهنجي لهجي ۽ زبان کان قطع نظر ڪري ٿو. شيخ کي به پنهنجي مريدن جي اِستعداد ۽ حالت مطابق تعليم ڏيڻ گهرجي. اُن معترض چيو جيڪو ڪُفر ۽ گمراهي مان ڀريل هو، ته شيخ جو مثال تيز تلوار ۽ بادشاهه جهڙو آهي جنهن سان وڙهڻ پنهنجو پاڻ کي تباهه ڪرڻ آهي. جيئن ته شيخ اخلاقِ خداوندي سان متصف آهي انهيءَ ڪري اهو به لامحدود ۽ درياهه ناپيدا ڪِنار آهي. جڏهن شيخ لامحدود درياءُ آهي ته محدود ڪُفر اُن جي اعتبار سان غيرموجود آهي. خدا کان سواءِ سڀ ڪجهه فاني آهي. ڪفر ۽ ايمان اهي ٻئي ٻانهن جا فِعل آهن ۽ مقام فنا ۾ پُهچي ڪري جڏهن ذاتِ باري سان وحدت ٿي وئي ته ان مقام تي ڪُفر ۽ ايمان اُن جي صفت ڪٿا بنجي سگهن. اِن جو هيءُ مطلب هرگز نه آهي ته جيڪڏهن اهو ڪُفر ڪري ته ڪُفر ڪُفر نه آهي پر مطلب هيءُ آهي ته اهو اُن مقام تي ڪُفر سان موصوف ٿي نٿو ٿي سگهي. فاني شيون جيڪي شيخ سان متعلق آهن اهي اُن جي غيرفاني حقيقت جي لاءِ پردو آهن، انهيءَ ڪري عوام انهن کي نٿو ڏسي سگهي. جِسماني مٽو اُن جي حقيقي مٽي کي لِڪايو ويٺو آهي. انهن ٻنهي ۾ ايتري قدر فرق آهي جيئن مومن ۽ ڪافر ۾ آهي. انهيءَ ڪري اِن ظاهر تي ئي تڪفير ۽ لعن طعن ٿيندو رهندو آهي.

بُزرگ رومي رحمة الله عليه جيئن تہ شيخ جي جسماني مٽي کي ڪافر چيو، هاڻي اُن کان رجوع ڪري ٿو ۽ چوي ٿو تہ ڪافر ۽ مرده تہ حقيقت ۾ شيخ جو مُنڪر آهي ۽ اُن جي اوصافن کان جاهل آهي. علم جان جي لوازمن مان آهي، جڏهن تہ اهو شيخ جي اوصافن کان جاهل آهي تہ بي جان ۽ مرده آهي. علم جي ڪثرت ۽ قلب سان جان جي قوت ۽ ڪمزوريءَ جو پتو پوي ٿو. انسان جي جان حيوان جي جان کان وڌيڪ قوي آهي. جيئن تہ ان جو علم وڌيل آهي. انسان کي ڪليات ۽ جزئيات ٻنهي جو علم حاصل آهي. حيوانن جو علم جزئيات تائين محدود آهي. جيڪي اِدراڪ ۽ حواس انسان ۽ حيوان ۾ مشترڪ آهن ملائڪ انهن کان بالاتر آهن، انهيءَ ڪري ڪثرتي معلومات جي ڪري اهو انسان کان افضل آهي، جيتوڻيڪ ٻين لحاظن کان انسان افضل آهي. اهل الله جي جان ملائڪن کان وڌيڪ قوي آهي، انهيءَ ڪري آدم عليه السلام ملائڪن جو مسجود بنيو. جيڪڏهن حضرت آدم عليه السلام جي جان ۽ روح ملائڪن کان گهٽ هجي ها تہ افضل کان ڪمتر کي ڪيئن سجدو ڪرايو وڃي ها. گُل ڪنڌي کان افضل آهي تہ اهو ڪنڌي جو مسجود نٿو ٿي سگهي. جڏهن اهل الله جي جان سيني جانين کان قوي آهي تہ ٻين جاندارن جون جانيون اُن جي تابع فرمان آهن، انهيءَ ڪري مڇيون حضرت ابراهيم بن ادهم رحمة الله عليه جون خادم بنجي ويون ۽ اُن جي گودڙي سبڻ واري سُئي کڻي نمودار ٿيون.

**حضرت ابراهيم بن ادهم رحمة الله عليه جي قصي جو باقي رهيل حصو:**

چوں نفاذِ امر شیخ آں میر دید

ز آمدِ ماہی شدش وجدے پدید

ترجمو: "جڏهن اُن سردار حڪم کي جاري ٿيندي ڏٺو تہ مڇين جي اچڻ سان، اُن تي وجد طاري ٿي ويو."

جڏهن هُن امير مڇين کي حضرت ابراهيم رحمة الله عليه جي تابع فرمان ڏٺو ۽ جڏهن ڏٺائين تہ هڪ مڇي سندس سئي کڻي آئي، تڏهن اُن تي وجد جي ڪيفيت طاري ٿي ويئي. اُن سردار پنهنجي لاعلميءَ تي افسوس جو اظهار ڪيو ڇاڪاڻ تہ اُن جي دل ۾ وسوسو اچي چُڪو هو. بادشاهہ ڇڏي فقر اختيار ڪرڻ تي متعجب هو. جڏهن مٿس اسرارن جو دروازو کُلي ويو تہ اُن جي عشق ۾ ديوانو ٿي ويو.

وري بزرگ رومي رحمة الله عليه شيخ يا رهنما تي اعتراض ڪرڻ واري کي خطاب ڪري ٿو تہ شينهن جي پُڇ سان ڪيڏڻ وارو يقيناً ماريو ويندو. اُن معترض، شيخ کي شرابي وغيره چيو هو. حقيقت ۾ شيخ مجسم نيڪي هو. بد ۽ برو اهو شخصَ آهي جيڪو ٽامي وانگر آهي ۽ شيخ جو محتاج اهو آهي جيڪو ڪيميا وانگر آهي. جيڪڏهن ڪو مريد فيض حاصل نہ ڪري تہ اُن سان شيخ ۾ ڪو نقصان پيدا نٿو ٿئي. ٽامون جيڪڏهن ڪيميا جو اثر قبول نہ ڪري تہ ڪيميا ۾ ڪا خرابي نٿي اچي. جنهن جا جهنمي اعمال آهن. اهو بد آهي شيخ ازلي دريا آهي. بد ظالم ۽ ظُلمت افزا آهي. شيخ خدائي انوار جو پرتو آهي. بد باهہ آهي ۽ شيخ آبِ ڪوثر... تہ باهہ کي پاڻيءَ سان نقصان پُهچندو آهي، پاڻيءَ کي باهہ سان ڪو نقصان نٿو پهچي. شيخ سچ آهي، اُن ۾ ڪو عيب نہ آهي. بهشت ۾ ڪنڊن جي تلاش ۽ ڪوشش لاحاصل آهي. اهڙيءَ طرح شيخ ۾ عيب تلاش ڪرڻ عيب آهي. جيڪڏهن ڪو بهشت ۾ ڪنڊا ڳولڻ وڃي تہ خود اُن جو وجود ڪنڊا آهي. اهڙيءَ طرح شيخ ۾ عيب تلاش ڪرڻ وارو خود عيبدار آهي. عيب تہ عيب اِن ڪري ٿيا آهن جو انهن کي شيخ پاڻ پنهنجي اندر پسند نہ ڪيو آهي. اسرارِ غيبي هن ڪري غيب آهن جو انهن کي شيخ ظاهر ڪرڻ گوارا نہ ڪيو آهي، جنهن هُنر کي شيخ پسند نہ ڪري اهو هنر نہ آهي، جنهن يقين کي شيخ يقين نہ سمجهي اهو شڪ آهي. حسد جي ڪري بزرگن جي فيض کان محروم نہ ٿيءُ. وَحَيۡثُ مَا كُنۡتُمۡ (البقره: ١٤٤) جهڙيءَ طرح سان قبلي جو حڪم آهي تہ پري کان بہ اُن ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهي ويندي آهي، اهڙي طرح شيخ بہ قبلو آهي.

اُن ڏانهن پري کان بہ متوجہ ٿيڻ سان فيض حاصل ٿي سگهي ٿو. گڏهه گپ ۾ ڦاسڻ کانپوءِ نڪرڻ جي مسلسل ڪوشش ڪندو آهي ۽ اُن کي رهڻ جي جاءِ نٿو سمجهي. ايئن انسان بہ دنياداريءَ جي گپ ۾ ڦاٿل آهي تہ اُن کي نڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. بدعمل جيڪڏهن بدعملن کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪري تہ گڏهه کان بہ بدتر آهي. ڪي بدعمل ۽ ڪوتاهہ عمل مجبوريءَ جو اظهار ڪري پنهنجو پاڻ کي مضطر قرار ڏين ٿا ۽ چوندا آهن تہ مجبور کي خدا معذور سمجهي ٿو. اهو انهن جو نهايت غلط خيال آهي. اهو گنهگار جنهن جو خيال آهي تہ سندس گناهن تي خدا اُن جي گرفت ڪونہ ڪندو، بزرگ رومي رحمة الله عليه اُن کي ٻجو سان تعبير ڪري ٿو، جيڪا شڪارين جي طرز عمل کان ڏوڪي ۾ اچي جهلجي پوندي آهي. مشهور آهي تہ شڪاري ٻجوءَ جي دڙي تي بيهي پاڻ ۾ اهڙيون ڳالهيون ڪندا آهن جن مان ظاهر ٿئي تہ ٻجو کي دڙي کان ٻاهر سمجهي رهيا آهن. حقيقت ۾ اهي ٻجوءَ کي ڏوڪي ڏيڻ جي لاءِ اهڙي گفتگو ڪن ٿا. ٻجو انهن جي گفتگو سان مطمئن ٿي ويندي آهي ۽ گرفتار ٿي ويندي آهي.

**حضرت شعيب عليه السلام جو ان شخص کي سمجهائڻ تہ گناهہ تي گرفت آهي:**

هن قصي جو خلاصو هي آهي تہ گنهگار پڪڙ ۾ اچي ويندو آهي پر ڪيس پنهنجي گرفتاريءَ جو احساس ڪونہ ٿيندو آهي.

*آں يکے مي گفت در عهدِ شُعيبؑ*
*کہ خدا از من بسے ديدست عيب*

ترجمو: ”حضرت شعيب عليه السلام جي زماني ۾ هڪ شخص چوندو هو تہ خدا منهنجا گهڻا عيب ڏٺا آهن.“

الله تعالىٰ وحيءَ جي ذريعي ان جو جواب حضرت شعيب عليه السلام کي هن ريت ڏنو تہ اهو شخص حقيقت جي خلاف چوي ٿو. گرفتار آهي ۽ چوي ٿو تہ خدا منهنجي گرفت نٿو ڪري. مسلسل گناهہ ڪرڻ واري کي پنهنجي گناهہ جي اثر ۽ اُن تي گرفت جو احساس ڪونہ رهندو آهي. ان کي چند مثالن سان بزرگ هن طرح سمجهائي ٿو: نئين ديڳ تي دونهين جو اثر نمايان هوندو آهي پر جنهن تي دونهين جا تهہ ڄميل هجن ان تي اثر نمودار ڪونہ ٿيندو آهي. جيڪڏهن شيدي لوهارڪو ڪم ڪندو هجي تہ اُن جي چهري جو رنگ جيئن تہ اڳئي ڪارو آهي، تنهن ڪري ان تي دونهين جو اثر ظاهر ڪونہ ٿيندو. رومي (روم ملڪ جو رهاڪو) جيئن تہ گورو هوندو آهي، اُن جي چهري تي دونهين جا نشان ظاهر ٿيندا. جڏهن اُن شخص کي گناهہ جو احساس ئي ڪونهي تہ اهو خدا آڏو ڪٿي ٻاڏائيندو! هاٺي اُن کي گناهہ، گناهہ نظر نٿو اچي.

جڏهن گناهہ جي ٻاري ۾ گناهہ جو تصور ئي نٿو رهي تہ پوءِ توبهہ بہ نٿو ڪري ۽ ايئن دين کان خارج ٿي ويندو آهي. دل جي لوهہ کي گناهن جو زنگ ۽ ڪَٽُ کائڻ شروع ڪندو آهي ۽ من جو گوهر بد رنگ ٿي ويندو آهي. اڇي ڪاغذ تي لکندؤ تہ ڪتابت نظر ايندي، لکيل تي لکندؤ تہ ڪِتابت جو اثر معلوم نہ ٿيندو. اهوئي حال گناهہ جو آهي. انسان شروع ۾ گناهہ ڪندو آهي تہ گناهہ جو اثر محسوس ڪندو آهي، بار بار ڪندو آهي تہ اُن جو اثر نظر کان غائب ٿي ويندو آهي. اڳ لکيل ڪاغذ تي لکندؤ تہ اڳوڻي ۽ هاڻوڪي تحرير نہ پڙهي سگهبي ۽ نہ ان جي معنىٰ سمجهہ ۾ ايندي. ڪافر کي گناهن جو احساس بلڪل ڪونہ رهندو آهي. اهڙي معصيت ڪار ۽ گناهگار جي حالت ڏاڍي خطرناڪ ٿي ويندي آهي. پوءِ بہ مايوس نہ ٿيو، الله جي نظر ڪرم اصلاح ڪري سگهي ٿي. پنهنجي مايوسين کي دربارِ خداوندي ۾ پيش ڪري سڌاري جي دعا گهرو. حضرت شعيب عليه السلام تي جيڪا وحي نازل ٿي اها اُن گنهگار ٻڌي تہ سندس دل ۾ ڪجهہ روشني پيدا ٿي پر وري بہ گناهہ تي خدا جي گرفت ۽ پڪڙ جي نشاني گُهرڻ لڳو. گناهہ تي گرفت جي هڪ معمولي نشاني هيءَ آهي تہ گنهگار هر طرح جي عبادت ڪندو آهي پر عبادت جي ذوق ۽ لطف کان

محروم رهندو آهي. ظاهري عبادتون ته نيڪ آهن پر هو اُنهن جي مغز ۽ روح کان محروم آهي ۽ سندس عبادت اهڙي آهي جيئن بنا ڳر جي اکروٽ! جيستائين ذوقِ عبادت حاصل نه هجي جيڪو بمنزله مغز جي آهي ته اُن عبادت مان شجر و ثمر پيدا ڪونه ٿيندو. جڏهن حضرت شعيب عليه السلام اُن کي اهي نُڪتا ٻڌايا تڏهن سوچ ۾ ائين ٻڏي ويو جيئن گڏه گپ ۾ ڦاسي ويندو آهي.

**شيخ تي چٽر ۽ مريد جي جواب واري قصي جو رهيل حصو:**

آں خبیث از شیخ می لائید ژاژ
کژ نگر باشد ہمیشہ چشم کاژ

ترجمو: ”اهو خبيث، شيخ جي باري ۾ بيهوده بڪواس ڪري رهيو هو. ٻاڏي جي اک هميشه ٽيڙو ڏسندي آهي.“

معترض چيو ته آئون اُن شيخ جي بدهلت جو گواهه آهيان. اهو شرابي ۽ بُرو آهي. جيڪڏهن توکي يقين نه آهي ته اج رات مون سان هل ۽ اکين سان ڏس. رات جو مريد کي اُن مجلس جي هڪ روشندان وٽ وٺي ويو جتي شيخ شراب جي مجلس ۾ ويٺو هو. ڏينهن جو مڪاريءَ سان بزرگ بڻيو وتندو هو، رات جو فِسق و فجور ڪندو هو. ڏينهن جو سنتِ نبويءَ تي عمل، رات جو ابولهبي ۾ مبتلا! يعني شيطان جنهن کان اسين پناهه گهرندا آهيون. شيخ خود چيو هو ته شراب جي جام ۾ شيطان پيشاب ڪندو آهي. شيخ جواب ڏنو ته منهنجو جام ايتري قدر پُر آهي جو اُن ۾ شيطان جي پيشاب جي گنجائش ئي نه آهي. تو، شيخ جي ڳالهه جو مطلب صحيح نه سمجهيو. شيخ جام مان جامِ شراب مطلب ڪونه ورتو هو پر جام مان مراد شيخ جو پنهنجو وجود هو. شيخ جو پورو جسم نورِ حق سان پُر آهي. اُن ۾ شيطان جي اثرات جي گنجائش نه آهي پر اهو ته مقامِ فنا ۾ آهي، جڏهن ته شيخ نورِ مطلق آهي، ان ڪري ڪا ٻي جڳهه ۽ مقام اُن کي نقصان نٿو پهچائي سگهي. سج جي روشني جيڪڏهن اروڙيءَ تي پوي ته اُن سان روشني نجس ۽ پليد ڪونه ٿيندي. جيئن ته اهي ڳالهيون روشندان جي ذريعي ٿي رهيون هيون، باقي شيخ جي هٿ ۾ شراب نه پر خالص ماڪي هئي. شيخ پنهنجي مريد جي بدگماني کي دور ڪرڻ جي لاءِ اُن کي چيو ته منهنجي تڪليف ٻُڪ جي تڪليف کان به وڏي ويئي آهي ۽ آئون مضطر جي حڪم ۾ آهيان، جنهن جي لاءِ جان بچائڻ خاطر حرام شيءِ کائڻ جائز ٿي ويندي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته فَمَنِ اضْطُرَّ فِيْ مَخْمَصَةٍ غَيْرَ مُتَجَانِفٍ لِّاِثْمٍ ۙ فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٣﴾ (المائده-٣) ”جيڪو ٻُک جي ڪري مجبور ٿي وڃي ۽ گناهه ڏانهن اُن جو لاڙو نه هجي ۽ اهو حرام کائي وٺي ته الله غفور رحيم آهي.“ شيخ جو هر مَٽ شراب بدران ماکيءَ سان ڀريل هو. ٻئي ڏينهن مريد شرابخاني ۾ ويو ۽ شيخ جو هر مٽ چکيائين ته اهو ماکيءَ سان ڀريل هو. مريد سيني شرابخانن ۾ شراب نه ڏٺو، تڏهن ٻين شرابين کان دريافت ڪيائين ته ڇا معاملو آهي، ڪنهن به مٽ ۾ شراب نه آهي!؟ تڏهن سيئي رند شيخ وٽ ويا ۽ چوڻ لڳا ته توهان شرابخاني ۾ آيا، توهان جي اچڻ سان سمورو شراب ماکي ٿي ويو. اسين ان ڪرامت کان متاثر ٿيا آهيون. شراب ناپاڪ آهي، ماکي پاڪ آهي. اوهان شراب کي ماکي بڻايو. هاڻي اسان کي به پاڪ بڻايو.

الله تعاليٰ پنهنجي نيڪ ٻانهن جي لاءِ حلال روزيءَ جي سبيل پيدا فرمائيندو آهي. ايندڙ حڪايت جو به اهو ئي خلاصو آهي ته الله تعاليٰ امت محمديه جي لاءِ ناپاڪ زمين کي به حڪم سان پاڪ بنائي ڇڏيو آهي.

**حضرت عائشه رضي الله عنها جو حضور کي چوڻ ته توهان بنا مصلي وڇائڻ جي نماز پڙهندا آهيو!**

عائشہ روزے بہ پیغمبر بہ گفت
یارسول اللہ تو پیدا و نہفت

ترجمو: ”هڪڙي ڏينهن حضرت عائشه رضي الله عنها پيغمبر کي عرض ڪيو ته يارسول الله صلي الله عليه وسلم توهان ميڙاڪي توڙي

تنهائيءَ ۾، جتي موقعو ملي ٿو نماز پڙهي وٺو ته، مصلي کان سواءِ به پڙهو ته، ان جو راز ٻڌايو.“
عام طور ٻار پيشاب ۽ پاخاني سان گهر جي زمين کي ناپاڪ ڪري ڇڏيندا آهن. حضور ﷺ ارشاد فرمايو ته سڄي زمين منهنجي لا سجدي گاهه ۽ باعثِ پاڪائي بنائي ويئي آهي انهيءَ ڪري آئون هر جڳهه تي نماز پڙهي سگهان ٿو. ٻين اُمتن کي حڪم هو ته اهي فقط عبادتخانن ۾ عبادت ڪن. پاڻي نه هجڻ جي صورت ۾ زمين جي مٽيءَ سان تيمم ڪرڻ تنهنجي لاءِ پاڪائي آهي. خدا جي خاص ٻانهن سان حسد ڇڏي ڏي. خدا جو خاص ٻانهو جيڪڏهن زهر به کائي ته خدا اُن جو تاثير بدلائي ڇڏيندو آهي ۽ اهو فَاُولٰٓئِكَ يُبَدِّلُ اللّٰهُ سَيِّاٰتِهِمْ حَسَنٰتٍ (الفرقان- ٧٠) جو مصداق هوندو آهي. هڪ گنهگار جي نماز ۽ روزو به مردود ٿي ويندو آهي. الله تعاليٰ پنهنجي مخلوق ۾ پنهنجي صفت جو پرتو وجهندو آهي، نه ته ابابيل جهڙو پکي ابرهه جي هاٿين کي ڪيئن شڪست ڏئي ها. سوره الفيل ۾ ابابيلن جي ذريعي ابرهه جي هاٿين جي هلاڪت جو ذڪر آهي. وڏن سان جهڳڙو ۽ همسريءَ جي دعويٰ ڪرڻ هلاڪت جو سبب آهي.

**ڪوئي جو اُٺ جي مهار کي ڇڪڻ ۽ گهمنڊ ۾ اچڻ**

هن قصي جو خلاصو هيءُ آهي ته ڪوئي پاڻ کان وڏي اُٺ سان همسري ڪئي ۽ نيٺ شرمندو ٿيو.

*موشڪے در ڪفِ مهارِ اُشترے*

*در ربود و شد روان او ازمرے*

ترجمو: ”هڪڙو حقير ڪوئو اُٺ جي مهار هٿ ۾ جهلي ڊڪندو روانو ٿيو.“

جڏهن اُٺ ساڻس گڏ هليو ته ڪوئو چوڻ لڳو: مون ۾ ايتري طاقت آهي جو اُٺ کي قابو ڪيو پيو وڃان. ڪوئي جي وڏائي جو اُٺ تي اُبتو اثر پيو. ايتري ۾ نهر تي پهتا جنهن ۾ هاٿي به نه بيهي سگهي. ڪوئو ڪناري تي پهچي بيهي رهيو. اُٺ چيس: جهنگ جا ساٿي بيهي ڇو رهين؟ حيراني ڇا جي آهي؟ تون منهنجو رهبر ۽ رهنما آهين. ڪوئي چيوس: نهر وڏي آهي اُن ۾ ٻڏڻ جو خطرو سمجهان ٿو. اُٺ چيو ته چڱو بيهه، آئون پاڻيءَ جي خبر وٺان. اُٺ پنهنجي ٽنگ پاڻيءَ ۾ وڌي ۽ چوڻ لڳو ته گوڏي جيڏو پاڻي آهي، تون ڇو حيران آهين. ڪوئي چيو ته تنهنجي لاءِ معمولي ۽ ننڍي شيءِ آهي پر منهنجي لاءِ خطرناڪ ۽ وڏي آهي. تنهنجي گوڏي ۽ منهنجي گوڏي ۾ وڏو فرق آهي. تنهنجي گوڏي جيڏو پاڻي آهي ته منهنجي مٿي کان سئو گز اونچو هوندو! تڏهن اُٺ چيو ته پوءِ همسريءَ جي دعويٰ ۽ گستاخي نه ڪج، متان ان ڇٽنگ سان تنهنجو جسم ۽ جان جلي وڃي!

جڏهن انسان ۾ صلاحيت نه هجي ته صلاحيت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. انسان کي پنهنجي حيثيت ۾ رهڻ گهرجي. جيڪڏهن ٻيڙيءَ ۾ لهرن جا لوڏا برداشت ڪرڻ جي صلاحيت نه آهي ته ان کي ڪناري ڪناري سان وٺي وڃڻ گهرجي، گهرائي ۾ نه وڃڻ گهرجي. جيستائين واپار ۾ مهارت نه هجي تيستائين مستقل دڪان نه بنائڻ گهرجي ورنه نقصان ٿيندو. اٽي ۾ جڏهن خمير اُٿندو آهن تڏهن ماني پچائڻ جي قابل ٿيندو آهي. آزادانه زندگي بسر ڪرڻ جي صلاحيت نه هجي ته غلام بنجي رهڻ گهرجي. مطلب ته جيستائين ڪمال حاصل نه هجي ڪنهن ڪامل عارف جي تابع رهڻ ضروري آهي.

الله تعاليٰ فرمايو آهي ته ”جڏهن قرآن پڙهيو وڃي ته خاموش رهو.“ جيستائين وعظ ۽ تلقين جي صلاحيت نه هجي خاموشيءَ سان نصيحت ٻڌندو رهه. جيڪڏهن ڪو اعتراض پيش اچي ته اعتراض واري تي سوال نه ڪر، پر تعليم حاصل ڪرڻ جي طور تي دريافت ڪر. انسان بزرگن سان همسري تڪبر جي ڪري ڪندو آهي ۽ اهڙي قسم جون برايون نفس جي تقاضا سان پيدا ٿينديون آهن ۽ جڏهن انسان انهن براين کي بار بار ڪندو آهي ته نفس جي ان خواهش ۾ ٽڪاءُ پيدا ٿيندو آهي، جنهن کان پوءِ جيڪڏهن ڪو ان برائي کان پاڻ روڪي ته ڪاوڙ ايندي آهي. شيطان

کي سرداريءَ جي عادت پئجي ويئي هئي انهيءَ ڪري حضرت آدم عليه السلام کي سجدو نہ ڪيائين. اڪثر نفس جي رذيل حرڪت آهي. الله وارن وٽ ترياق آهي انهيءَ ڪري ٻيگر ۾ مرتبي جو نانگ مٿن اثر نٿو ڪري. جڏهن ڪو ڪنهن عادت جي خلاف ڪين نصيحت ڪندو آهي تہ اهو سمجهندا آهن تہ نصيحت ڪرڻ وارو پنهنجي وڏائي ۾ سرداري پيو جتائي. جيڪڏهن انسان ۾ بُري عادت نہ هوندي آهي تہ نصيحت سان ڪيس ناگواري ڪانہ ٿيندي آهي. ڪاوڙ جو سبب اهو آهي تہ تنهنجي بُري عادت پڪي ۾ مضبوط ٿي ويئي آهي. نفساني خواهش کي ابتداءَ نہ دٻائڻ گهرجي ورنہ خطرناڪ صورت اختيار ڪندي. عيبدار پنهنجي عيب کي معمولي سمجهندو آهي. ڪنهن ڪامل عارف کان ان رذيلہ جو انجام دريافت ڪر! جڏهن انسان جي ڪا خرابي زائل ٿيندي آهي تڏهن سمجهندو آهي تہ اها خرابي ڪيتري قدر خطرناڪ هئي. هر شيءِ ضد جي ذريعي سُڃاتي ويندي آهي. جيڪو عارف تنهنجي حقيقت بدلائي ڇڏي اهو اڪسير آهي، تون اُن جي لاءِ بمنزلہ ٽامي جي آهين. ڏينهن رات کي پڇائيندڙ مڃيو ويندو آهي. صاحبِ دل بہ دنيا کان پڇندڙ ۾ متنفر هوندو آهي. جيڪڏهن تون اهل الله تي تهمت هڻندين تہ حقير ترين بنجي ويندين ۾ شيطان جو تابع ٿي ويندين.

**اُن درويش جي ڪرامت جنهن تي ٻيڙيءَ ۾ چوري ڪرڻ جي تهمت لڳائي ويئي**

هن قصي جو خلاصو هيءُ آهي تہ بزرگن تي تهمت هڻڻ تباهيءَ جو سبب آهي.

بود درویشے درونِ کشتئے
ساختہ از رختِ مردی پشتئے

ترجمو: ”ٻيڙيءَ ۾ هڪ درويش هو، جنهن مردانگيءَ جي وکرن کي پنهنجو سهارو بنايو هو.“

ان ٻيڙيءَ ۾ اشرفين جي هڪ هميانِي گم ٿي وئي ۽ هو ستل هو. درويش جو اعتماد ۽ ڀروسو صبر ۽ قناعت تي هو. جنهن جي هميانِي گم ٿي ان سيني جي تلاشي ورتي. مالڪ ان ستل فقير کي بہ ماڻهن آڏو آڻي ويهاريو. ٻيڙيءَ ۾ چمڙي جي ٿيلهي گم ٿي ويئي، ايتري تلاشيءَ ڪانپوءِ بہ نہ ملي آهي. درويش کي چيائون: ماڻهن کي توتي چوريءَ جو گمان آهي انهيءَ ڪري گودڙي لاهہ! اهڙي سلوڪ تي درويش الله کي پُڪاريو. جڏهن فقير جي دِل مان آهہ نڪتي تہ درياءَ ۾ چئني پاسان مڇيون ظاهر ٿيون. هر هڪ مڇيءَ جي وات ۾ اهڙو بي مثل ۽ قيمتي موتي هو، جنهن جي قيمت هڪ مُلڪ جي آمدني برابر هئي. جيئن تہ اهو بي مثل الله جي طرفان هو، انهيءَ ڪري خود بہ بي مثل هو. درويش مڇين کان چند موتي وٺي ٻيڙيءَ ۾ اُڇلائي ڇڏيا ۽ پاڻ بادشاهن وانگر هوا ۾ ڪرسي لڳائي ويهي رهيو. هوا ۾ معلق ٿي ڪري ان فقير چيو: آئون توهانجي ٻيڙيءَ ۾ نہ ويهندس تان تہ توهان مون چور فقير سان گڏ نہ رهو. هاڻي خبر پوندي تہ هيءَ جُدائي توهان جي لاءِ نقصانڪار آهي يا منهنجي لاءِ. هاڻي منهنجو ۽ الله جو جوڙ آهي ۽ آئون مخلوق کان ڌار آهيان. خدا مون تي نہ تهمت لڳائي ٿو، نہ مونکي رسوا ۽ خوار ڪري ٿو. ٻيڙيءَ وارا پڇڻ لڳا تہ هوا ۾ ڪرسي لڳائڻ واري ڪرامت ۽ اهو بلند مقام توهان کي ڪهڙي سبب جي ڪري مليو آهي؟ درويش طنز ڪندي چيو تہ اهو مقام فقيرن تي تهمت لڳائڻ ۽ معمولي ڳالهہ تي ا۰ کي رنجائڻ سان مليو آهي!

فقير اها ڳالهہ تہ طنز طور ڪئي هئي پر هاڻي ڪرامت جو صحيح سبب ٻڌائي ٿو: جن فقيرن جي تعظيم سان هيءُ مقام حاصل ٿيو آهي اهي پاڪ نفس فقير آهن جن جي تعظيم ۾ سورت عبس نازل ٿي، جڏهن حضور صلى الله عليه وسلم جن اهڙي ئي هڪ فقير کان ٿورو بي التفا تي جو معاملو ڪيو هو. حضور صلى الله عليه وسلم قريش جي سردارن سان گفتگو فرمائي رهيا هئا. ان وچ ۾ عبدالله بن ام مڪتوم رضي الله عنهما نابين آيو ۽ ڪو سوال ڪري ويٺو تہ اهو حضور صلى الله عليه وسلم کي ناگوار گذريو. ان تي سورت عبس نازل ٿي جنهن ۾ الله تعاليٰ حضور صلى الله عليه وسلم جن تي پنهنجي ناگواري جو اظهار ڪيو. الله وارن جي فقيري فقط تعلق مع الله جي لاءِ آهي، ماڻهن کي ڦاسائڻ جي لاءِ نہ آهي. جڏهن الله وٽ امين آهن تہ اُنهن تي

چوريءَ جي تهمت ڪيئن ٿيندي. اهي بزرگ مجسم عقل ۽ نور آهن ۽ تهمت ڪان پري آهن. سوفسطائي فلسفين جو هڪ فرقو آهي جيڪو شين جي حقيقت کي نٿو مڃي. منجهانئن هڪ فرقو آهي جيڪو هر دليل جي باري ۾ هيءُ چوندو آهي ته اسين ان کي نٿا مڃون. ان جي باري ۾ متڪلمين چيو ته انهن جي لاءِ پنجون ڪتاب يعني لٺ دليل آهي، جڏهن مار کائيندا تڏهن ان حقيقت جا قائل ٿيندا. اهي ماڻهو معجزي کي به حقيقت نه ٿا مڃين پر محض هڪ خيال سمجهن ٿا ۽ چون ٿا ته جيڪڏهن حقيقت هجي ها ته مستقل طور تي نظر اچڻ گهرجي ها. حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺ جيڪڏهن حقيقت ۾ نانگ هئي ته هميشه نانگ نظر اچي ها. چنڊ جيڪڏهن حقيقت ۾ چيريو هو ته هميشه چيريل نظر اچڻ گهرجي ها! بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته انهن جون اکيون ناپاڪ آهن انهيءَ ڪري معجزي جهڙي پاڪ شيءِ انهن ۾ نه ٿي بيهي، پاڪ نگاهن ۾ اها هميشه قائم رهي ٿي. مور جهڙو حسين پکي تاريڪ ۽ اونداهي کوهه ۾ ڪونه ترسندو آهي. منهنجي ناصحانه تقريرن جي ڪري مون تي واتڙئي هڻڻ جو الزام نه لڳاءِ، ڇاڪاڻ ته گهڻو ڳالهائڻ هڪ نسبتي شيءِ آهي. منهنجي خيال ۾ اها بسيار گوئي نه آهي. آئون ته سؤ نصيحتن مان بقدر هڪ نصيحت جي ڳالهه ڪري رهيو آهيان.

## صوفين جو هڪ شيخ جي اڳيان هڪ صوفيءَ کي اهو طعنو ڏيڻ ته هو گهڻو ڳالهائي ۽ گهڻو کائي ٿو

هن حِڪايت جو مقصد به هي آهي ته اُن درويش جي بِسيار خوري ۽ بسيار گوئي اعتراض ڪرڻ واري جي نسبت سان هئي، صوفيءَ جي لحاظ کان ڪانه هئي.

صوفیاں بر صوفیے شنعت زوند
پیشِ شیخ خانقاہے آمدند

ترجمو: ”صوفين هڪ صوفيءَ جي بُرائي ڪئي ۽ خانقاه جي شيخ وٽ هلي آيا.“

شيخ کي چيائون ته هن صوفيءَ کان شڪايت آهي، توهان انصاف ڪريو. شيخ پڇيو ته شڪايت ڇا جي آهي؟ هڪڙي صوفيءَ چيو ته هن ۾ ٽي بريون عادتون آهن. (1) گهڻيون ڳالهيون ڪري ٿو، (2) گهڻو ڪائي ٿو، (3) گهڻو سُمهي ٿو، جيئن اصحابِ ڪهف صدين کان سُمهي رهيا آهن. شيخ اُن فقير ڏانهن رُخ ڪري چيو ته هر معاملي ۾ درمياني راهه اختيار ڪرڻ گهرجي. حديث شريف ۾ آهي ته خَيْرُالْاُمُوْرِ اَوْسَاطُهَا ”هر معاملي ۾ ميانه روي اختيار ڪرڻ گهرجي.“ بدن جا چار ئي خلط (1) سودا، (2) صفرا، (3) رت، (4) بلغم جيڪڏهن اعتدال تي رهن ٿا ته صحت ٺيڪ رهي ٿي، ورنه انسان بيمار ٿي وڃي ٿو. جهڙو ساٿي کو ڪم ڪري اهڙو ئي ئي تون ڪر. ان کان وڌيڪ نه ڪر ورنه اختلاف پيدا ٿي پوندو. حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت خضر عليه السلام جي گفتگو ۾ جيتوڻيڪ حضرت موسيٰ عليه السلام جي گفتگو پنهنجي اندازي مطابق هئي پر حضرت خضر عليه السلام جي لحاظ کان اجائي هئي. جدائيءَ اِن ڪري ٿي ته جيڪو ڪجهه آئون چوان اُن جي باري ۾ سوال نه ڪر، جيڪي خود ڏسين اُن تي اعتراض نه وارا! منهنجي مرضيءَ کان سواءِ گڏ رهندؤ ته به پنهنجي طور مون کان عليحده رهندؤ جيڪڏهن نماز ۾ ڪو ناپاڪ ٿي وڃي ۽ پوءِ اهو رڪوع سجدا ڪندو رهي ته بيڪار آهي. اهو خالي اُٿڻ ويهڻ آهي نماز نه آهي. جيڪو تو وانگر بِسيارگو هجي ۽ تو وانگر گهڻو ڳالهائڻ کي پسند ڪندو هجي اُن سان گڏ رهه، جڏهن فائدو ۽ استفادو ختم ٿي ويو ته حاضري محض پهريداري آهي، جنهن جي اهل الله کي ضرورت نه آهي. پهريداريءَ جي ضرورت سمهڻ وارن کي هوندي آهي، اهل الله هر وقت سجاڳ ۽ بيدار رهن ٿا. ڪپڙا پائڻ وارن ۽ ڌوٻين جو جوڙ آهي. اُگهاڙن ۽ ڌوٻين جو ڪو جوڙ نه آهي. يا ته تون به دنياوي تعلق ٽوڙي اهل الله جي صحبت اختيار ڪر، ورنه انهن کان عليحدگي اختيار ڪر. جيڪڏهن دنيا کان بلڪل قطع تعلق نٿا ٿي سگهو ته تعلق کي گهٽ ڪريو.

خانقاه جي شيخ سان فقير جو عذر ڪرڻ:

پس فقیر آں شیخ را احوال گفت
عذر را باآں غرامت کرد جُفت

ترجمو: ”پوءِ درويش اُن شيخ سان احوال ڪيا، هُن الزام سان گڏ عُذر ڪي ملايو.“

شيخ جي سيني سوالن جا جواب ڏنائين، جيئن حضرت خضر عليه السلام حضرت موسيٰ عليه السلام کي تسلي بخش جواب ڏنا هئا. حضرت موسيٰ ڪليم الله جي سوالن جا جواب الله تعاليٰ حضرت خضر عليه السلام جي زبان سان ڏياريا، حضرت موسيٰ عليه السلام کي جيتري قدر اعتراض پيش آيا هئا اهي اُن جي لاءِ ياد داشت ڪان بہ حل ٿي ويا ۽ اعتراضن ڪي ڪولڻ جي ڪُنجي هٿ اچي ويئي. اُن درويش کي بہ جوابن ڏيڻ جو ورثو حضرت خضر عليه السلام کان حاصل هو. درويش جواب ۾ چيو تہ بيشڪ، درمياني راهہ دانائي جي ڳالهہ آهي پر ڪنهن شيءِ جو درميانو هجڻ نسبتي ڳالهہ آهي. هر شيءِ ڪنهن شيءِ جي اعتبار سان درمياني آهي. ڪنهن شيءِ جي اعتبار سان گهٽ هجي ۽ ڪنهن شيءِ جي اعتبار سان زياده هجي. گذريل قصي ۾ نهر جو پاڻي اُٺ جي اعتبار سان گهٽ هو ۽ ڪوئي جي اعتبار سان گهڻو هو. جنهن جي خوراڪ چار مانيون هُجن، جيڪڏهن اهو ٻہ يا ٽي ڪائي تہ درمياني ڳالهہ آهي. جيڪڏهن چار ڪائي تہ اوسط ۽ درمياني ڳالهہ نہ ٿيندي. پنجاه مانيون ڪائڻ واري جي خوراڪ عليه السلام مانيون٠٠ اوسط يا برابري نہ آهي. هڪ شخص نماز جي ڏهن رڪعتن ۾ ٿڪي پوي ٿو تہ ڏهہ رڪعتون اُن جي اعتبار سان زياده آهن. هڪ شخص پنج سؤ رڪعتن سان بہ نٿو ٿڪي، اُن جي اعتبار سان اهي ڏهہ رڪعتون گهٽ آهن. هڪ شخص ڪعبي تائين اُگهاڙن پيرن سان وڃي سگهي ٿو تہ ڪعبي تائين اُگهاڙين پيرين وڃڻ اُن جي اعتبار سان افراط نہ آهي. ٻيو شخص جيڪو محلي جي مسجد تائين بہ اُگهاڙين پيرين نہ هلي سگهي، اُن جي اعتبار سان اهو افراط آهي. هڪ پاڪباز جي لاءِ جان ڏيڻ آسان آهي پر بخيل جو ماني ڏيڻ سان ساهہ نڪري ٿو.

هن وقت تائين تہ درويش اهو سمجهايو هو تہ منهنجي خوراڪ انهن جي اعتبار سان زياده آهي پر منهنجي اعتبار سان اها اوسط درجي جي آهي. هاڻي گفتگو جي باري ۾ جواب ڏي ٿو تہ درميان اُن شيءِ جو هوندو آهي جنهن جي ابتدا ۽ انتها هجي. ان شيءِ جو وسط ۽ درميان متعين ٿي سگهي ٿو پر لامحدود ۽ لامتناهي جو وسط متعين نٿو ڪري سگهجي. ڪلمو ۽ ڪلام لامحدود آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ

قُلْ لَّوْ كَانَ الْبَحْرُ مِدَادًا لِّكَلِمٰتِ رَبِّيْ لَنَفِدَ الْبَحْرُ قَبْلَ اَنْ تَنْفَدَ كَلِمٰتُ رَبِّيْ وَلَوْ جِئْنَا بِمِثْلِهٖ مَدَدًا ﴿١٠٩﴾ (الڪهف:١٠٩)

”توهان چئو تہ منهنجي رب جا ڪلما لکڻ جي لاءِ جيڪڏهن سمنڊ مس بنجي تہ ان ڪان اڳ جو الله جا ڪلما پورا ٿين، سمنڊ سُڪي ويندو، جيتوڻيڪ اُن جهڙو ٻيو سمنڊ بہ مدد لاءِ آڻيون پر الله جا ڪلما ختم نہ ٿيندا.“ اها الله جي ڪلمن لاءِ آيت آهي پر بزرگ روميؒ ان مان مطلق ڪلمہ ۽ ڪلام مراد وٺي استدلال ذڪر ڪيو آهي. اُن درويش پنهنجي ننڊ جي باري ۾ اعتراض جو جواب شروع ڪيو: جڏهن تہ آئون بظاهر سُتل آهيان اُن وقت بہ دل ياد خدا ۾ هوندي آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ تَنَامُ عَيْنَانَ وَلَا يَنَامُ قَلْبِىْ ”منهنجيون ٻئي اکيون سُمهن ٿيون پر منهنجي دل نٿي سمهي. ظاهري حواسن کان سواءِ منهنجي دل جا بہ حواس آهن. ظاهري حواس هِن دنيا جو ادراڪ ڪن ٿا ۽ دل جي حواسن جو منظر عالمِ آخرت آهي. تون پنهنجي حالت تي مون کي قياس نہ ڪر، تنهنجي دل سُتل آهي منهنجي دل سُجاڳ آهي. تنهنجي رات منهنجو صبح آهي. دنياوي مشغوليون تنهنجو قيدخانو آهن. آئون هن دنيا ۾ بہ باغ ۾ آهيان، دنياوي مشغولين کان آزاد آهيان، تون دنياوي مشغولين ۾ مشغول آهين. آئون انهن کان فارغ آهيان، تون دنيا ۾ قاتل آهين ۽ اهائي دنيا منهنجي توجہ الي الحق جو ذريعو آهي. اها تنهنجي لاءِ سوڳ، منهنجي لاءِ خوشي ۽ خوشيءَ جو ذريعو

آهي. آئون دنيا ۾ رهندي به عالمِ بالا جو سير ڪريان ٿو. منهنجو جسم ناسوتي تنهنجو هم نشين آهي جيڪو بمنزلہ پاڇي جي آهي ۽ اصل روح آهي جيڪو وحدت جي ڪري فِڪر ۽ انديشي کان بالاتر آهي. مون کي پنهنجي خيالن تي پورو ڪنٽرول آهي جيئن رازي جو عمارت تي ڪنٽرول هوندو آهي. عام ماڻهو پنهنجن خيالن جي تابع هوندا آهن، انهيءَ ڪري غم ۽ فڪر ۾ مبتلا رهن ٿا. الله وارا پاڻ تي استغراق وغيره جون ڪيفيتون طاري ڪندا رهندا آهن. بلند پرواز پکيءَ تي مک ڪانہ ويهندي آهي. انبياء ۽ عارف ڪامل پنهنجي مقام کان نزول اختيار ڪندا آهن تان ته عوام انهن کان مستفيد ٿي سگهي. جڏهن عوام جي سطح اختيار ڪرڻ سان ملال پيدا ٿيندو آهي ته پوءِ عروج اختيار ڪندا آهن. اهو منهنجو عروج ذاتي آهي هئي کان ورتل ناهي. حضورﷺ جن جو سوٽ حضرت جعفر طيار " سن 80ھ ۾ غزوه موته ۾ چند هزار مجاهدن سان گڏ ٽي لک فوج جو مقابلو ڪندي ٻنهين ٻانهن ڪٽجڻ ڪانپوءِ شهيد ٿيو ته حضورﷺ جن بشارت ڏني ته الله تعاليٰ کيس جنت ۾ ٻه ٻانهون اهڙيون عنايت ڪيون آهن جن جي ذريعي هو جتي چاهي اڏامي وڃي ٿو. ان بشارت جي ڪري سندس لقب طيار (گهڻو اڏامڻ وارو) ۽ ذوالجناحين (ٻن ٻانهن وارو) پئجي وِيو. جيب ڪترو عرب جو مشهور شخص، جعفر طرار هو جنهن به فرضي بازو لڳايا هئا. اسرارن جون اهي ڳالهيون اُنهن ماڻهن وٽ محض دعويٰ آهن جيڪي ان ذوق کان واقف نہ آهن. اصحابِ ذوق لاءِ اهي حقيقت آهن. مک جي لاءِ هڪ ذرو خوراڪ ڪافي آهي اها ديڳ پريل هجڻ يا خالي هجڻ جي فرق کي محسوس نٿي ڪري سگهي. جڏهن ته لذيذ غذائون شهواني قوت جي اضافي جو سبب نہ بنجن ته حسبِ خواهش ڪائي سگهجن ٿيون. اهو درويش جيڪو پنهنجي بسيار خوريءَ جي ڪري معذرت ڪري رهيو هو، اُن ڪاڌل ڪاڌو، اُلٽي ڪري ڪڍي ڏيکاريو جنهن ۾ رڳو موتي هئا. ڪاڌي جو موتي بنجڻ جيتوڻيڪ حقيقت ۾ ڪونہ ٿيندو آهي پر اهو عارفن جي پيٽ ۾ پر انوار بنبو آهي، ليڪن هن ڪرامت طور معنوي موتيءَ کي به ظاهري موتي ڪري ڏيکاريو. عوام ۽ راه سلوڪ طئي ڪرڻ وارن جي معدي ۾ پاڪ شيءِ پهچي ڪري به ناپاڪ بنجي ويندي آهي، انهيءَ ڪري اُنهن کي گهٽ کائڻ گهرجي.

**دعويٰ جي سچائيءَ جو بيان**

هاڻي بزرگ چند مثال اهڙا ڏئي ٿو جن ۾ خود دعويٰ ئي دليل هوندي آهي ۽ اها دعويٰ دليل کان آجي هوندي آهي. "آفتاب آمد دليل آفتاب"

گر تو هستی آشنائے جانِ من
نیست دعویٰ گفتِ معنیٰ لانِ من

ترجمو: "جيڪڏهن تون منهنجي جان کان واقف آهين ته منهنجي حقيقت آشنانہ گفتگو دعويٰ نہ آهي."

ڪي دعوائون خود پنهنجو دليل هونديون آهن، ڪنهن ٻئي دليل جون محتاج ڪونہ هونديون آهن. سامهون هجڻ ۽ رشتيدار هجڻ اهڙيون به دعوائون آهن جو عقل سليم انهن کي حقيقت سمجهندو ۽ ثُبوت جو طالب نہ بڻبو. رشتيدار جي آواز جي لذت، دعويٰ جي گواه ۽ شاهد آهي. جيڪي الله جي طرفان الهام کان محروم آهن اهي پنهنجن ۽ پراون جي آواز ۾ امتياز نٿا ڪري سگهن. انهن جي اڳيان ڪنهن بزرگ بابت ڪجھ چوڻ بيڪار آهي اهي پنهنجي ناداني‍ءَ سان فورا انڪار ڪندا آهن. جيڪي ماڻهو عقلمند آهن ۽ انهن کي حق سان مناسبت آهي، اهي فورا بُزرگن جي ڳالھ تي يقين ڪندا آهن ۽ ڪنهن دليل جا طالب ڪونہ ٿيندا آهن.

هيءُ ٻيو مثال آهي ته عربي دانيءَ جي عربي زبان ۾ دعويٰ ڪرڻ، خود دعويٰ جو دليل آهي. هيءُ ٽيون مثال آهي ته جيڪڏهن ڪو شخص ڪاغذ تي لکي ته آئون حروف تهجي کان واقف آهيان ۽ لکڻ ڄاڻان ٿو ته اها دعويٰ به آهي ۽ خود دليل به آهي. هيءُ چوٿون مثال آهي ته جيڪڏهن ڪو بزرگ ڪنهن سان راتوڪو ڏٺل خواب بيان ڪري ۽

هيءَ چوي ته تو جيڪو خواب ۾ هڪ شخص کي ڏٺو هو ۽ اُن فلاڻيون فلاڻيون نصيحتون ڪيون هيون، اهو آئون هوس ته توهان اُن دعويٰ کي فوراً مڃيندؤ ۽ ڪڏهن به وڌيڪ دليل جا طالب نه بڻجندو. حڪمتِ ۽ دانائي جي ڳالهه مومن جي گم ٿيل شيءِ آهي. پنهنجي شيءِ گم ڪرڻ وارو جڏهن گم ٿيل شيءِ کي ڏسي ٿو ته فوراً سُڃاڻي وٺندو آهي، اُن کي ڪنهن دليل جي ضرورت نه آهي. هڪ مومن جي حڪمت کي سُڃاڻڻ جو مثال هيءُ آهي ته جيڪڏهن اُڃايل کي چيو وڃي ته جلدي اچ، پيالي ۾ پاڻي آهي، اچي وٺ! ته هو فوراً ڊوڙندو، ڪڏهن به دليل جو طالب ڪونه ٿيندو، جيڪڏهن ماءُ پنهنجي کير پيئندڙ ٻار کي چوي ته جلدي اچ ته آئون توکي کير پياريان ته اهو ٻار فوراً ماءُ جي دعويٰ مڃي ٿو، ڪنهن دليل جو طالب نٿو بڻجي. جن ماڻهن جي دلين ۾ حق جو ذوق هوندو آهي، نبيءَ جو چهرو ۽ اُن جو اواز انهن جي لاءِ مُعجزو هوندو آهي. اهي معجزي جا ڪڏهن طالب ڪونه ٿيندا آهن نبيءَ جي دعويٰ تي فوراً انهن جو روح سرِ تسليم خم ڪندو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته فَاِنِّيْ قَرِيْبٌ (البقره - ١٨٦) بيشڪ، آئون ويجهو آهيان، جڏهن اسان جا ٻانهان توهان کان اسان جي باري ۾ پُڇن ته چئو آئون انهن کي قريب ۽ ويجهو آهيان.

### حضرت يحيٰ ۽ حضرت مسيح عليه السلام جو ماءُ جي پيٽ ۾ هڪ ٻئي کي سجدو ڪرڻ

مادر یحیٰؑ چو حامل بودازو
بود بامریم نشستہ دوبدو

ترجمو: "حضرت يحيٰ عليه السلام جي ماءُ جڏهن اُن سان حامله هئي، حضرت مريم عليها السلام جي روبرو ويٺي هئي."

حضرت زڪريا جي زال حضرت يحيٰ عليه السلام جي ماءُ آهي. بي بي مريم عليها السلام حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ماءُ آهي. حضرت يحيٰ جي ماءُ بي بي مريم عليها السلام کي چيو ته مون کي يقين آهي ته تنهنجي پيٽ ۾ وڏي درجي وارو باخبر رسول آهي. جڏهن آئون تنهنجي ويجهو آيس ته منهنجي حمل سجدو ڪيو. پيٽ ۾ ٻار جي حرڪت سان ماءُ کي تڪليف ٿيندي آهي. حضرت بي بي مريم عليها السلام فرمايو ته منهنجي پيٽ جي ٻار به تنهنجي پيٽ جي ٻار کي سجدو ڪيو هو. اولوالعزم، عزم ۽ عزيمت جا ڌڻي پنج وڏا رسول آهن: (1) حضرت نوح عليه السلام (2) حضرت ابراهيم عليه السلام (3) حضرت موسيٰ عليه السلام (4) حضرت عيسيٰ عليه السلام (5) حضرت محمد صلي الله عليه وسلم.

### نادانن جو حضرت عيسيٰ واري قصي تي اعتراض وارڻ

ابلہاں گویند ایں افسانہ را
خط بکش زیرا دروغ ست و خطا

ترجمو: "بيوقوف چون ٿا ته ان قصي تي لڪير ڦيراءِ، ڇاڪاڻ ته اهو ڪوڙو ۽ غلط آهي."

ٻنهي حملن جو هڪ ٻئي کي سجدي وارو قصو غلط آهي، مِٽائي ڇڏ، ڇاڪاڻ ته قرآن پاڪ ۾ حضرت مريم عليها السلام جي قصي ۾ آهي ته فَحَمَلَتْهُ فَانْتَبَذَتْ بِهٖ مَكَانًا قَصِيًّا ﴿٢٢﴾ (مريم-٢٢) "ان تي بي بي مريم عليها السلام کي حمل رهجي ويو ۽ هوءَ حمل ساڻ ڪٿي الڳ پري مڪان ۾ وڃي ويٺي، يعني حضرت مريم عليها السلام جي حالتِ حمل ۾ اُن وٽ ڪو ٻيو ڪونه هو. بي بي صاحبه شهر کان ٻاهر نڪري ويئي هئي، اُتي حضرت يحيٰ عليه السلام جي والده ڪِٿي هئي؟ قرآن پاڪ ۾ آهي ته فَاَتَتْ بِهٖ قَوْمَهَا تَحْمِلُهٗ (مريم-٢٧) "مريم عليها السلام اُن ٻار کي کڻي پنهنجي قوم وٽ آندو." بزرگ جواب ڏئي ٿو.

### اعتراض جو جواب ۽ قصي جو مقصد

ایں بداند کانکہ اہل خاطر ست
غائب آفاق او را حاضر ست

ترجمو: ”هن کي اهو سمجهي ٿو جيڪو صاحبِ دل آهي، غائب دنيا اُن جي اڳيان حاضر آهي.“

هن قصي کي اهو سمجهي سگهي ٿو جيڪو اهڙو صاحبِ دل هجي جو غائب از نظر شيون بہ اُن جي اڳيان هُجن. هڪ جواب هيءُ آهي تہ ٻنهي جي پاڻ ۾ گفتگو روحاني طور ٿي... جن ماڻهن مجاهدن، جي ذريعي پنهنجي بدنن کي پروڻ ڪري ڇڏيو هجي اهي اکيون بند ڪري پري جون شيون ڏسي وٺندا آهن. ٻيو جواب هيءُ آهي تہ جيڪڏهن حضرت مريم عليها السلام حضرت يحيٰ عليه السلام جي والده کي نہ ظاهري طور تي ڏٺو ۽ نہ باطني طور تي ڏٺو ۽ قصو غلط بہ هجي، تہ بہ، نتيجو صحيح آهي، اُن تي عمل ڪريو يعني ا· جي نيڪ ٻانهن جي تعظيم ڪريو. توهان سيني کان افسانا ٻڌو ٿا جن جو نفس الامر ۾ وجود ڪونہ هوندو آهي پر اُنهن کي دلچسپيءَ سان ٻڌي صحيح نتيجو ڪڍو ٿا. ”ڪليلہ ۽ دمنہ“ ٻن فرضي گدڙن جا نالا آهن جن جي پاڻ ۾ ڳالهہ ٻول وغيره هن ڪتاب ۾ درج آهي. اُن ۾ ذڪر ڪيل آهي تہ ڪليلہ چپ چورڻ کان سواءِ هيءُ چيو. هاٿي ٻڌايو تہ دمنہ جي ڳالهہ ٻڌائڻ کان سواءِ هُن ڪٿي ٻُڌي جو ٻڌائڻ کانسواءِ جواب جي نوبت آئي! چڱو نيڪ آهي، اهي جيڪڏهن پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي ڳالهہ بہ سمجهيا هئا تہ پوءِ هيءُ انسان اُن کي ڪيئن سمجهي ويو جيڪو نقل ڪري رهيو آهي!؟ اُن ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ دمنہ شينهن ۽ ڍڳي جي وچ ۾ ايلچي ٿيو ۽ پوءِ هُن ٻنهي کي دوکو ڏنو. ٻي جاءِ تي لکيل آهي تہ هڪ ڍڳو هڪ شينهن جو وزير هو ۽ هڪ هاٿي چنڊ جي عڪس ۽ پاڇي کان ٿهي ويو. مطلب تہ ڪليلہ دمنہ جو سچو قصو فرضي آهي، ورنہ ڪانگ ۽ لڪ لڪ جو ڪهڙو جهڳڙو آهي، پر انهن سيني قصن مان نتيجا اخذ ڪيا وڃن ٿا. لفظن جو مثال ماپي وانگر آهي ۽ معنيٰ جو مثال انّ جهڙو آهي، مقصد انّ آهي، نہ ڪي ماپو.

### شمع ۽ پرواني ۽ گُل ۽ بُلبل جو افسانو

شمع ۽ پرواني، گُل ۽ بلبل جو افسانو بہ، اِن نموني جو آهي تہ ان مان معنيٰ ۽ نتيجا اخذ ڪيا وڃن.

ماجرائے بُلبل و گُل گوش دار
گرچہ گفتے نیست آنجا اشکار

ترجمو: ”گُل ۽ بلبل جو قصو ٻُڌ، جيتوڻيڪ گفتگو هِتي بہ نُمايان نہ آهي.“

گل ۽ بلبل جون پاڻ ۾ ڪڏهن بہ ڳالهيون ڪونہ ٿيون. اهڙين خبرن ۾ جيتوڻيڪ گفتگو ۽ ڪلام ڪونہ آهي پر مقصد ڪلام جو نتيجو آهي، اهو حاصل آهي. ضَرَبَ زَيْدٌ عَمْرًا علم نحو ۾ عام طور جملي جو مِثال ۽ فاعل تي پيش ۽ مفعول تي زبر جو اهو مِثال ڏنو ويندو آهي. عَمرو ۽ عُمر ۾ فرق جي لاءِ عمرو ۾ هڪ واو زياده لکيو ويندو آهي. مثال جي معنيٰ آهي تہ زيد عمرو کي ماريو. مثال جو اصل مقصد سمجهڻ گهرجي. مقصد سمجهڻ بجاءِ اجايا سوال ڪرڻ تہ ”زيد عمرو کي ڇو ماريو؟“ لفظي ڪج بحثي آهي. استاد شاگرد کي سمجهايو تہ مثال جو اصل مقصد سمجهہ، جيڪڏهن زيد عمرو کي ڪونہ ماريو ۽ اهو ڪوڙ بہ آهي تہ توکي ان سان ڪهڙو بحثِ، اصل مقصد سمجهہ!

شاگرد اصل ڳالهہ کي سمجهڻ جي لاءِ تيار نہ ٿيو ۽ وري اهوئي دريافت ڪرڻ لڳو تہ زيد عمرو کي ڇو ماريو؟ نحويءَ مذاق ۾ جواب ڏنو تہ زيد عمرو کي هِن لاءِ ماريو تہ عمرو ۾ جيڪو واو، وڌيڪ لکيو ويندو آهي، اهو هُن چورايو هو، اِن ڪري ڪيس ماريائين.

**باطل ڳالهہ جو باطل ماڻهن جي دل ۾ ويهڻ:**

غلط ماڻهن کي غلط ڳالهيون پسند اينديون آهن.

گفت اینک راست پذ رفتم بجاں
کژ نماید راست درپیش کژاں

ترجمو: ”شاگرد چيو تہ هاڻي ٺيڪ آهي، مون دل سان مڃيو تہ ٽيڙي ڳالهہ ٽيڙن کي سڌي نظر ايندي آهي.“

ٻاڏو، چنڊ جي هڪ هجڻ کي تسليم ڪونہ ڪندو. چنڊ جو ٻہ هجڻ غلط آهي پر اُن کي تسليم ڪندو، مطلب تہ ڪوڙا ڪوڙ کي جلد تسليم ڪندا آهن.

**اُن وڻ جي تلاش جنهن جو ميوو جيڪو بہ کائيندو، ڪڏهن ڪونہ مرندو:**

هن قصي جو خلاصو هيءُ آهي تہ ظاهر بين لفظن سان رغبت رکندو آهي، معنيٰ تي ڌيان ڪونہ ڏيندو آهي.

گفت دانائے برائے داستان
کہ درختے ہست در ہندوستان

ترجمو: ”هڪ عقلمند داستان طور چيو تہ هندستان ۾ هڪ اهڙو وڻ آهي.“

اهڙو وڻ آهي جنهن جو ميوو جيڪو بہ کائيندو اهو ڪڏهن پوڙهو ڪونہ ٿيندو ۽ نہ ڪي مرندو.

بادشاهہ ان بيان جي لفظن ڏانهن توجہ ڪيو ۽ اهو سمجهيائين تہ حقيقت ۾ ڪو اهڙو وڻ آهي جنهن سان مستقل جواني ۽ زندگي حاصل ٿئي ٿي. سو، ان جي ڳولا ۾ هڪ همراهہ روانو ڪيائين. بادشاهہ جو قاصد ڳولا ۾ سالن جا سال گهمندو رهيو. جنهن ڪان پڇا ڪري اهو هِن تان مسخري ڪري. ڪو هِن کي چريو سمجهي. قاصد هر شخص ڪان نئين قسم جي ڳالهہ ٻڌندو هو. ان دوران بادشاهہ خرچ جي لاءِ ڪيس پئسا موڪليندو رهيو. جڏهن قاصد ٿڪجي پيو ۽ جنهن وڻ جي ڳولا ۾ نڪتو هو اهو بہ ڪونہ مليو تہ هو ناقابلِ جستجو ثابت ٿيو، تڏهن روئندي بادشاهہ ڏانهن واپسيءَ جو پڪو ارادو ڪيائين ۽ رستو طئي ڪندي واپس موٽيو.

**مقلد طلبگار جي لاءِ شيخ طرفان وڻ جي راز جي تشريح:**

بود شیخے عالمے قطبے کریم
اندراں منزل کہ آئس شد ندیم

ترجمو: ”هڪ شيخ عالم قطب شريف (رهندو) هو اُن پڙاءُ تي جتي مايوس همراهہ مجلس ٿيو.“

مايوس شخص سوچيو تہ ان بزرگ جي رستي تي وڃان شايد اهو مقصد تائين پُهچائي ڇڏي. مايوس همراهہ ڳوڙها ڳاڙيندي شيخ وٽ ويو ۽ چيائين تہ مهرباني ۽ شفقت جو وقت آهي. شيخ پُڇيو: تنهنجو مقصد ڪهڙو آهي؟ قاصد ٻڌايو تہ بادشاهہ مون کي هڪ وڻ جي تلاش لاءِ موڪليو هو جنهن جو ميوو آبِ حيات جو سرمايو آهي. ڪيترا سال ڳوليندو رهيس پر مون کي هٿ نہ آيو. شيخ کِليو ۽ چوڻ لڳو تہ اهو وڻ علم جو وڻ آهي. عِلم جا پنهنجي وصفن جي اعتبار سان گهڻا نالا آهن. جيئن تہ عِلم جي ڇانوَ ۾ انسان راحت سان زندگي گذاري ٿو، انهي ڪري عِلم کي وڻ سان بہ تعبير ڪري سگهو ٿا. ان وڻ مان مراد علم آهي. عِلم جو وڻ عظيم الشان آهي. عِلم باري اُن جو سرچشمو آهي ۽ اهو آبِ حيات آهي، جيڪو آبِ حيات پيئندو اهو ابدي زندگي حاصل ڪندو. تو وڻ جي ظاهري ۽ لغوي معنيٰ مراد ورتي آهي، انهيءَ ڪري تون معنيٰ جي شاخ ڪان محروم آهين.

ماڻهو علم جي ثمر مان فائدو حاصل ڪن ٿا انهيءَ ڪري اُن کي وڻ سان تعبير ڪيو ويندو آهي. عِلم کي آفتاب ۽ سج بہ چيو ويندو آهي ڇاڪاڻ تہ ماڻهو اُن جي روشنيءَ مان مستفيد ٿين ٿا. جيئن تہ عِلم هڪ بي پايان شيءِ آهي ان ڪري اُن کي سمنڊ سان بہ تعبير ڪيو ويندو آهي. جيئن تہ علم شادابي ۽ سرسبزيءَ جو سبب آهي انهيءَ ڪري عِلم کي ڪکر بہ چيو ويندو آهي. علم هڪ آهي پر اُن جا نتيجا ۽ آثار لڪين آهن، اُنهن مان هڪ هيءَ بہ آهي تہ اُن جي ذريعي ابدي زندگي حاصل ٿئي ٿي، انهيءَ ڪري اهو آبِ حيات بہ آهي. انسان مان هڪ شخص کي مُختلف حيثيتن ۽ مختلف نالن سان تعبير ڪيو ويندو آهي، اهوئي انسان پيءُ بہ آهي، پُٽ بہ، چاچو بہ آهي ۽ مامو بہ آهي. هڪ لحاظ کان دشمن ۽ قهر بہ آهي، ٻئي لحاظ کان نيڪ ۽ مهربان آهي. هر شخص هڪ وصف کان واقف آهي ۽ ٻي وصف کان ناواقف آهي. صرف نالي جي پويان پوڻ وارو چاهي ڪيترو ئي پلو هجي اهو حصولِ مقصد ۾ ناڪام ۽ مايوس ٿيندو آهي.

شيخ قاصد کي چيو تہ وڻ جي نالي تي زور نہ رک. وڻ جو بظاهر اهو مفهوم آهي جيڪو قاصد سمجهيو هو. ان جي مُراد هي آهي تہ اها شيءَ جنهن جا ثمرات انسان کي حاصل ٿين، جڏهن تہ معنائن جي معاملي ۾ نالن جي ڪا اهميت نہ آهي، پوءِ نالن ۾ نہ پُلج، پر صفتن ڏانهن ترقي ڪر، جيڪي انهن اسمن جون معنائون آهن ۽ انهن سان تون ذات تائين پهچي ويندين جيڪا صفتن جي حقيقت آهي. ذات ۾ گم ٿي تن پروريءَ کان نجات حاصل ڪري سگهندين ۽ وحدت جي غلبي جي ڪري تنهنجي اک جي لاءِ نيڪ ۽ بد ۾ يڪرنگي پيدا ٿي ويندي. نالن جو اختلاف صرف حيثيتن جي اختلاف سان آهي، انهيءَ ڪري نالن جا پابند پنهنجي ان اختلاف ۾ سرگردان آهن، انهن جي حقيقت تائين رسائي نہ آهي.

### انگور جي معاملي ۾ چئن ڄڻن جو پاڻ ۾ تڪرار

هن قصي جو خلاصو هيءَ آهي تہ اکرن ۾ اڙڻ وارا صرف اکري فرق جي ڪري پاڻ ۾ اختلاف ڪن ٿا، جيڪڏهن حقيقت تائين پهچي وڃن تہ وحدت پيدا ٿي وڃي.

چار کس را داد مردے یک درم
ہر یکے از شہرے افتادہ بہم

ترجمو: "هڪڙي شخص چئن ماڻهن کي درهم ڏنو. اهي مختلف شهرن مان پاڻ ۾ اچي مليا هئا."

ايراني، ترڪ، رومي ۽ عربي، انهيءَ ڪري سندن زبانون مختلف هيون. پاڻ ۾ نٿي نهيا. ايرانيءَ چيو تہ اسين انگورن واري کان انگور وٺون ۽ سڀ گڏجي کائون. عرب چيو تہ آئون انگور ڪونہ وٺندس "عنب" وٺندس. ان جي معنيٰ ساڳي انگور واري آهي. ترڪ چيو تہ آءٌ عِنب ڪونہ وٺندس "اوزم" خريد ڪندس. اوزم جي بہ اهائي معنيٰ آهي جيڪا عنب جي آهي. روميءَ چيو تہ اسان کي استافيل وٺڻ گهرجن. اهي پاڻ ۾ جهڳڙو ڪري رهيا هئا ڇاڪاڻ تہ نالن جي حقيقت کان ناواقف هئا. هڪ ٻئي کي ڌڪ هڻي رهيا هئا. جيڪڏهن ڪو انهن لفظن جي معنيٰ ۽ مختلف زبانون ڄاڻڻ وارو هجي ها تہ انهن ۾ صلح ڪرائي ڇڏي ها. ڇاڪاڻ تہ جهڳڙي وارن جي خواهش ساڳي هئي. ان هڪ درهم مان چئني جو مقصد پورو ٿي وڃي ها. جيئن تہ توهان خالي لفظن ۽ اکرن ۾ اڙيا آهيو ان ڪري توهان جي گفتگو اختلاف جو سبب آهي. منهنجي گفتگو توهان ۾ اتفاق پيدا ڪندي. توهان جيڪا زبان ڄاڻو ٿا اها في الحال بند ڪريو. انگور، عنب، اوزم ۽ استافيل سڀني جي معنيٰ ساڳي آهي، هونئن تہ چئني ڄڻن ۾ اتحاد هو جيڪو فقط هڪ معمولي ڳالهہ تي ختم ٿي ويو. اهڙي طرح گرمي ۽ سردي جيڪا اصلي آهي ۽ حقيقي اثر رکي ٿي. عارضي گرمي ۽ سردي ڪو تاثير نٿي رکي. جيئن سرڪو سرد آهي، جيڪڏهن باهہ تي گرم ڪيو وڃي تہ اها عارضي گرمي

موثر نہ ٿيندي. انگور جي شيري جو اثر گرم آهي ان جي عارضي ٿڌاڻ موثر نہ آهي. شيخ جي رياڪاري بہ اصولِ شريعت مطابق هوندي آهي ۽ اُن ۾ حقيقت ۽ اصليت هوندي آهي. عوام جو اخلاص بہ حقيقت کان پري آهي انهيءَ ڪري اهو موثر نہ آهي. جيئن تہ شيخ حقيقت کان واقف هوندو آهي، انهيءَ ڪري سندس ڳالهہ موجبِ اتحاد آهي. هو مختلف المزاج مُريدن کي هڪ ڌاڳي ۾ مُنسلڪ ڪري ڇڏيندو آهي، حضرت سليمان عليه السلام حقيقت کان باخبر هو، سيني جانورن ۾ اتحاد جو سبب بنجي ويو هو. ڇيتي شينهن ۽ هرڻ جي دشمني مشهور آهي پر اهي متحد ٿي ويا هئا. باز ڪبوتر جو دشمن آهي پر حضرت سليمان عليه السلام جي دور ۾ متحد ٿي ويا هئا. حضرت سليمان عليه السلام سيني مختلف طبيعت وارن جانورن ۾ صلح ڪرائڻ وارو ثالث بالخير بنجي ويو هو. ڪنهن شيخ کي تلاش ڪر، جيڪو پنهنجي وقت جو سليمان عليه السلام هجي. ماڪوڙيءَ وانگر جيڪو فقط داڻو ڳوليندو اهو ڄار ۾ ڦاسندو. سليمان عليه السلام کي تلاش ڪندو تہ پنهين جهانن جي دولت ملنديس، آخري زمانو شِقاق ۽ اختلاف جو دور آهي، ان ۾ سليمان عليه السلام جهڙي شيخ جي زياده ضرورت آهي. سليمان صفتِ بزرگ هر دور ۾ موجود آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اِنۡ مِّنۡ اُمَّةٍ اِلَّا خَلَا فِيۡهَا نَذِيۡرٌ ﴿۲۴﴾ (فاطر-٢٤) ڪا اهڙي اُمت نہ آهي جنهن ۾ ڪو ڊيڄارڻ وارو نہ گذريو هجي. انهيءَ ڪري هر دور ۾ ڪونہ ڪو نبوت جي صفتن جو حامل ضرور هوندو. جيڪڏهن اُن جي دستگيري ڪئي وڃي تہ اهو دلين کي صاف ڪري سيني کي يڪدل بنائي ڇڏيندو. اهي ماڻهو اُن بزرگ جي ڪري ماءُ وانگر هڪ ٻئي تي شفيق بنجي ويا. حضورﷺ جن مسلمانن کي هڪ جسم چيو آهي. حضورﷺ جن فرمايو آهي تہ اَلۡمُؤۡمِنُوۡنَ كَرَجُلٍ وَّاحِدٍ "سڀ مسلمان بمنزلہ هڪ جان جي آهن." اوس ۽ خزرج جون جنگيون مشهور آهي. اهو اتحاد جنهن ۾ پاڻ ۾ شِراڪت ۽ ٻيائي جي بوءِ نہ هجي اهو تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن "آئون" ۽ "تون" جو جهڳڙو نہ رهي ۽ خالص وحدت ٿي وڃي. اوس ۽ خزرج مسلمانن تي اسلام ڪانپوءِ "انصار" لقب پئجي ويو.

**پيغمبرﷺ جي وجود جي برڪت سان انصارن مان مُخالفت ۽ دُشمنيءَ جو ختم ٿيڻ:**

دو قبيله کاوس و خزرج نام داشت
يک ز ديگر جانِ خوں آشام داشت

ترجمو: "ٻہ قبيلا جن جا اوس ۽ خزرج نالا هئا، هڪ ٻئي جو رت پيئڻ لاءِ آتا هئا."

اوس ۽ خزرج ٻئي قبيلا پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا. هجرت کان ٻهريان بہ اُنهن جي جنگِ بعاث مشهور آهي. حضورﷺ جن جي برڪت سان ڀائر بنجي ويا. انگورن جي پاڻ ۾ تہ يڪسانيت هوندي آهي پر تشخص هر هڪ جو عليحده هوندو آهي. اهڙي طرح انصارن ۾ شروع ۾ يڪسانيت پيدا ٿي پر هر هڪ جو تشخص پڻ باقي رهيو. ابتدائي طور ڀائبندي جي يڪسانيت ٿي. ان کان پوءِ ترقي ڪري اهي يڪجان ٿي ويا ۽ هر هڪ پنهنجو تشخص بہ ختم ڪري ڇڏيو ۽ انگور جي شيري وانگر هڪ ٿي ويا. شروع ۾ اهي انگورن وانگر يڪسان ۽ هڪ جهڙا بنيا. جڏهن انگورن کي نپوڙيو وڃي تہ پوءِ يڪجان شيرو بنجي ويندو آهي. اهي بہ ترقي ڪري يڪجان بنجي ويا. ڪچي ۽ پڪي انگور ۾ يڪسانيت ڪونہ هوندي آهي. پڇڻ ڪانپوءِ سيئي هڪ جهڙا ٿي ويندا آهن. عبدا" بن اُبي ۽ ابوجهل وغيره ڀائر نہ بنيا ۽ نہ مسلمانن سان متحد ٿيا. اهي ڪچا ئي رهيا ۽ انهن ۾ پختگي جي صلاحيت پيدا نہ ٿي. ڪافر ازلي جي ڪُفر جو اظهار مصلحتِ شرعيہ جي خلاف آهي. اهو لِڪل رهڻ ئي بهتر آهي تہ ڪير ڪافر ازلي آهي ۽ ڪير مومن ازلي آهي. ڪورِ باطن ڪافرن جي باطن جا احوال بہ مُسلمانن کي ٻڌائڻ بهتر نہ آهن. اهو ڏونهون آهي ۽ مسلمان باغِ ارم آهن. باغ کان ڏونهين جو پري هُجڻ بهتر آهي. اهي ماڻهو جن ۾ استعداد ۽ صلاحيت هوندي آهي اهي اهلِ دل جي صحبت ۾ يڪجان ٿي ويندا آهن. ڪين تمام جلد مومنن سان يڪسانيت حاصل ٿي ويندي آهي. يڪسانيت ڪانپوءِ

انهن جي مومنن سان وحدتِ ٿي ويندي آهي. جيستائين "آئون" ۽ "تون" آهي تہ پاڻ ۾ اختلاف ۽ اثبٽت جو امڪان آهي ڇاڪاڻ تہ دوست دشمن بنجي ويندو آهي پر وحدت ڪانپوءِ نزاع ۽ جهڳڙي جو امڪان ختم ٿي ويندو آهي ڇاڪاڻ تہ ڪوبہ شخص پنهنجو پاڻ سان دشمني نٿو ڪري. عِشق متحد الوجود بنائڻ ۾ ڪامل استاد آهي. عشق ذرن کي اٿين جوڙي ٿو جيئن، ڪنڀار مختلف جُزن کي مِلائي گهڙو بنائيندو آهي. ڪنڀار ۽ ذرن سان ملي ڪري گهڙي ٺهڻ جو مثال ناقص آهي، جانين جو اتحاد ان کان گهڻو وڌيل آهي. مومنن جي روحن جي اتحاد جا مختلف مثال جيڪڏهن ٻُڌايان تہ ڏکي پوندؤ دنياوي معاملن ۾ گهري سوچ ويچار اسان کي انڌو بنائي ڇڏيو آهي، ورنہ هر دور ۾ سليمان عليه السلام صفت بزرگ موجود آهن. دنياوي فڪر ۾ انسان اهڙو محو ٿي ويندو آهي جو اُن کي آس پاس جي خبر ڪونہ هوندي آهي. اسين دنياوي اُلجهن کي سُلجهائڻ جا عاشق آهيون ۽ اُن ۾ سوال جواب لاءِ قاعدا گهڙيون ٿا. دنياوي ڏندن جي گره ڪُشائي ۾ اسين اُن پکيءَ وانگر آهيون جيڪو چار جي ڳنڍين کولڻ ۽ ٻڌڻ ۾ مهارت پيدا ڪري رهيو هجي. اهو لامحالہ باغ جي سير کان محروم رهندو ۽ پوري عمر ان ڪم ۾ صرف ڪندو. چار جون ڳنڍيون کولڻ ۾ مهارت پيدا ڪرڻ وارو پکي خود پنهنجا پَرَ پٽائي ويهندو، چار تہ اُن جي قابو ۾ ڪونہ ايندو. اهڙي طرح دنيا جي ڏندن کي سُلجهائڻ وارو پنهنجو پاڻ کي تباهہ ڪندو، دنيا اُن جي قابو ۾ ڪونہ ايندي. وڏن وڏن دنيادارن سان دنيا غداري ڪئي آهي، قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَكَمْ اَهْلَكْنَا قَبْلَهُمْ مِّنْ قَرْنٍ هُمْ اَشَدُّ مِنْهُمْ بَطْشًا فَنَقَّبُوْا فِي الْبِلَادِ ۭ هَلْ مِنْ مَّحِيْصٍ ﴿۳۶﴾ (ق-٣٦) "۽ انهن کان اڳ ۾ اسان ايتريون اُمتون هلاڪ ڪيون جيڪي ڪانئن طاقت ۾ وڌيڪ هيون. انهن کي شهرن ۾ بچاءُ جي جاءِ نہ ملي. اهي تباهہ ٿي ويا."

ڇئني ڇٽن (ترڪ ۽ رومي، عرب ۽ ايراني) جي لڙائي معاملو حل نہ ڪري سگهي هئي. رسم ۽ رواج جي اختلاف کي ڇڏي متحد ٿي وڃو. وَحَيْثُ مَا كُنْتُمْ (البقره-١٤٤) مسلمانن کي حڪم آهي تہ جتي بہ هجو نماز ۾ قبلہ رُخ ٿي وڃو. بزرگ رومي رحہ فرمائي ٿو تہ سيني کي متوجہ الي الحق هجڻ گهرجي، اها ئي شيءِ اتحاد پيدا ڪندي. بزرگانِ دين وقت جا سليمان آهن. اسين ايترا انڌا آهيون جو انهن کي نٿا ڏسون. ڇپ ۽ باز جي دشمنيءَ جو قصو بزرگ رومي رحمه الله اڳ ۾ بيان ڪري چڪو آهي. اهي طائران قدس آهن. الله وارن جا تربيت يافتہ ماڻهو ڪڏهن ظُلم نٿا ڪن پر معذورن جي خدمت ڪندا آهن. بزرگ رومي رحہ وقت جي شيخ کي سليمانِ وقت قرار ڏئي ٿو، انهيءَ ڪري اُن جي مريدن کي انهن پکين سان تعبير ڪري ٿو جيڪي حضرت سليمان عليه السلام جي جلو ۾ رهندا هئا. سُبُّوحٌ قُدُّوسٌ جو وظيفو پڙهڻ سان حضرت سليمان عليه السلام جو هد هد بي بي بلقيس لاءِ رهنما بنيو هو. قرآن پاڪ ۾ حضور صلى الله عليه وسلم جن جي باري ۾ آهي تہ مَا زَاغَ الْبَصَرُ وَمَا طَغٰى ﴿۱۷﴾ (النجم-١٧) "نگاهہ نڪي هٽي طرف ڦري نڪي حد کان ٻاهر نڪري ويئي" يعني پاڻ سڳورا ديدار ۾ مصروف رهيا. پکيءَ جي ٻولڻ جو آواز "لڪ لڪ" آهي تہ گويا اهو لَكَ الْحَمْدُ لَكَ الثَّنَاءُ "اي پروردگار تنهنجي لاءِ تعريف آهي تنهنجي لاءِ ثنا آهي" چوي ٿو ۽ توحيد جا ڳڻ ڳائي ٿو. طالبن ۽ مجازين مان جيڪي مسڪنت ۾ ڪبوتر آهن دنيا جا سرڪش انهن جي اڳيان سرنگون ٿين ٿا ۽ انهن جي بلبل پنهنجي اندر گلشن کي ڏسي ڪري وجد ڪري ٿي. اهڙن بزرگن جي طوطي کي ظاهري ڳُڙ ۽ کنڊ جي ضرورت نہ آهي، انهن جا باطن خود کنڊ سان معمور آهن. مور جو پير بدصورتيءَ ۾ ۽ اُن جو پر حُسن ۾ مشهور آهي يعني اُن شيخ جي مريدن جا بظاهر نازيبا افعال ٻين جي زيبا افعالن کان وڌيڪ قابل قدر آهن. چڪور جو ٺهڪ ۽ رفتار ضرب المثل ۽ مشهور آهي. افضل الدين خاقاني شاعر هڪ مشهور قصيدو لکيو آهي جنهن ۾ پکين جي زباني گفتگو آهي. حضرت سليمان عليه السلام کي بہ منطق الطير (پکين جي ٻولي) حاصل هئي. جڏهن توهان اهل الله سان نہ مليا تہ انهن جي متعلقين جي ڪمالن کي ڇا سمجهي سگهندؤ انهن مريدن ۽ متوسلين جو تعلق عالمِ بالاسان آهي. انهن جي پرواز زمين کان آسمان تائين آهي. اهي ماڻهو جيڪي نہ ڪنهن نبيءَ جا پيروڪار آهن، نہ ڪنهن شيخ سان متعلق آهن اهي

نورِ خدا کان محروم رهن ٿا. شيخ جي زير تربيت ٿورو مجاهدو بہ تمام گهڻو مفيد هوندو آهي. جيتري قدر عيب شيخ وٽ کٽي ويندين تہ سيني کان نجات ملي ويندي.

**بدڪ جي انهن ٻچن جو قصو جن کي گهريلو ڪُڪڙ پاليو**

هن قصي جو خلاصو هيءُ آهي تہ جيڪڏهن استعداد آهي تہ ٿوري محنت سان مقصد حاصل ٿي سگهي ٿو. بدڪ جو اهو ٻچو جنهن کي ڪُڪڙ پاليو، اهو ٿوري محنت سان ترڻ سِکي سگهي ٿو. اهڙي طرح سان روح جيڪو ملاءِ اعليٰ جي شيءِ آهي، جيتوڻيڪ ان جي پرورش خاڪي جسم جي اثر هيٺ ٿي رهي آهي، معمولي محنت سان ملاء اعليٰ ڏانهن پرواز ڪرڻ لڳندو آهي.

تخمِ بطی گرچہ مرغِ خانہ ات
کرد زیرِ پر چو دایہ تربیت

ترجمو: "تون بدڪ جو آنو آهين، جيتوڻيڪ توکي گهريلو ڪُڪڙ ڪوڙي هيٺان دائي وانگر پاليو آهي."

انساني جسم عروج کان مانع بڻبو آهي. انسان جسم ۽ روح جو مجموعو آهي. جسم خاڪي شيءِ آهي ۽ روح ڪمالات سان متعلق آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِيْٓ اٰدَمَ وَحَمَلْنٰهُمْ فِي الْبَرِّ وَالْبَحْرِ (بني اسرائيل- ٧٠) "اسان بني آدم کي عزت ڏني ۽ انهن کي خُشڪي ۽ سمنڊ ۾ سوار ڪيو." بزرگ رومي رحمة الله عليه هتي "بحر" مان بحرِ وحدت مراد ورتو آهي. مقصد هي آهي تہ انسان کي مادي زندگي کان گذري ڪري حَمَلْنَا هُمْ عَلَى الْبَحْرِ واري زندگي حاصل ڪرڻ ۽ بحرِ وحدت جو سير ڪرڻ گهرجي. ملائڪن جو دنياوي زندگي سان تعلق نہ آهي. حيوانات جو عالمِ آخرت سان ڪو تعلق نہ آهي. انسان ۾ حيوانيت بہ آهي ۽ ملڪوتيت بہ. انهيءَ ڪري انسان جو ٻنهين عالمن سان تعلق آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ قُلْ اِنَّمَآ اَنَا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ يُوْحٰٓى اِلَيَّ (الڪهف:١١٠) حضور عليه الصلوٰة والسلام کي خطاب آهي تہ "توهان چئو تہ آئون توهان جهڙو بشر آهيان. مون ڏانهن وحي اچي ٿي." سو، جهڙي طرح حضور صلي الله عليه وسلم جو جسم عالمِ دنيا سان متعلق آهي ۽ دل جو تعلق عالمِ بالا سان آهي، اهڙي طرح وقت جي عارف ڪامل جو تعلق ٻنهين جهانن سان آهي. اسان جي ۽ شيخ جي اها ئي نسبت آهي جيڪا آڙي پکي ۽ درياء جي آهي. سمنڊ جيڪو شيخ آهي اهو اسان جون سڀ ڳالهيون سمجهي ٿو، شيخ بمنزلہ درياء جي آهي ۽ اسين اُن سليمان جا پکي آهيون. درياءِ معرفت ۾ جڏهن شيخ وانگر گهڙنداسين تہ توهان جي حفاظت جي لاءِ سوين زرهون تيار ٿي وينديون جيڪي اسان کي ان راهہ جي خطرن کان محفوظ رکنديون. درياءَ ۾ قدم رکڻ سان لهريون بصورت زرهہ ٿينديون آهن. شيخ وقت موجود آهي پر تون پنهنجي وڏائي جي ڪري اُن جي هٿ ۾ هٿ ڏيڻ غيرت جي خلاف ٿو سمجهين، انهيءَ ڪري توکي اهو نظر نٿو اچي، جيڪڏهن انسان کي انجام جي ڀلائي جي يقين هجي تہ اُن جي لاءِ مقصد جي حصول جون تڪليفون آسان ٿي وڃن ٿيون. انسان پنهنجي غفلت جي ڪري ادنيٰ مطلوب ۾ لڳو رهندو آهي ۽ اعليٰ مقصد کان غفلت ڪندو آهي. جيڪي ماڻهو دنياوي اسباب کي سڀ ڪجهہ سمجهن ٿا اهي انهن سببن کي پيدا ڪرڻ واري خدا کان غافل رهن ٿا. جنهن شخص کي حضرت حق جو مشاهدو حاصل آهي ۽ اهو مسبب الاسباب کي ڏسي رهيو آهي. اسباب اُن جي نگاه ۾ هيچ ٿي وڃن ٿا، جيڪي ماڻهو مسبب الاسباب سان تعلق پيدا ڪن ٿا. اهي ٿوري دير ۾ اهو ڪجهہ حاصل ڪري وٺن ٿا جيڪو اسباب کي اختيار ڪرڻ وارو سَوَن سالن ۾ بہ حاصل نٿو ڪري سگهي.

**حاجين جو اُن درويش جي ڪرامتن تي حيران ٿيڻ جيڪو صحرا ۾ گرم واريءَ تي ويٺو هو**

هن قِصي مان هيءُ ٻڌائڻ مقصود آهي تہ اسباب کان سواءِ بہ الله تعاليٰ گهڻو ڪجهہ عطا فرمائيندو آهي.

زاہدے بُد درمیانِ بادیہ
در عبادت غرق چوں عبادیہ

ترجمو: ”صحرا ۾ هڪ زاهد عبادان جي رهواسين وانگر عبادت ۾ غرق هو.“

عباديہ، عباداه ڏانهن منسوب مجيو وڃي ٿو. هي نهايت گرم مقام آهي. حاجي مختلف شهرن مان ٿيندا اُتي پُهتا. اهو صحرا حاجين جو گذرگاهہ هو. گرم لُڪ اُن زاهد جي بيماريءَ جو سبب ڪانہ هئي پر گرمي سندس صحت جو سبب هئي. ايتري قدر مهلڪ صحراء ۾ صحيح سلامت رهڻ باعثِ حيرت بنجي ويو. واري ايتري قدر گرم ٿيندي هئي جو اُن جي گرمي پاڻيءَ کي بہ ٽهڪائي ڇڏي. ايتري تڪليف ده مقام تي اهو عبادت ۾ ايتري قدر خوش هو جيئن ڪو سبزه (پارڪ) ۽ گُل ۾ سرور ۽ خوش هجي. گرم واري اُن جي لاءِ ريشمي ڪپڙو هئي. اهو بزرگ نماز ۾ خشوع ۽ خضوع سان بينو الله سان سرگوشي ڪرڻ لڳو ۽ استغراق جي ڪيفيت ۾ هو (استغراق اها ڪيفيت آهي جنهن ۾ بزرگ ماسواءِ الله کان غافل ٿي ويندو آهي) حاجي نيازمنديءَ سان بيهي رهيا تہ درويش نماز مان فارغ ٿئي. هڪڙي روشن ضمير حاجيءَ ڏٺو تہ وضوءَ جو پاڻي هٿن ۽ ڇهري تان ٽمي رهيو هو. ڪپڙن تي بہ وضوءَ جي پاڻيءَ جو اثر هو. اُن روشن ضمير حاجيءَ پڇيو تہ توهان کي پاڻي ڪٿان مليو؟ اُن درويش آسمان ڏانهن اشارو ڪري چيو تہ جيڏي مهل چاهيون ٿا تہ کوه، ڏول ۽ رسيءَ کان سواءِ ملي وڃي ٿو. حاجيءَ چيو تہ اي دين جا بادشاهہ! اسان جي مُشڪل حل ڪر تہ جيئن توهان جي ڪرامتن کي ڏسي ڪري اسان جي يقين جي مرتبن ۾ اضافو ٿي وڃي. درويش آسمان ڏانهن اک کنئي تہ اي خدا حاجين جي دعا قبول فرماءِ! تو منهنجي لاءِ عالمِ بالا جو دروازو کولي ڇڏيو آهي، آئون اُتان رزق جي تلاش جو عادي آهيان. قرآن پاڪ ۾ آهي وَفِي السَّمَآءِ رِزْقُكُمْ (الذّٰريٰت- ٢٢) ”۽ آسمانن ۾ توهان جو رزق آهي.“ ان دعا جي دوران هڪڙو ڪڪر گهرو ڪڪر پاڻي پرڻ واري هاٿيءَ جهڙو جلد رونما ٿيو. ڪڪر مشڪ (ڪليءَ) جي پاڻيءَ وانگر وسڻ شرع ڪيو ۽ سيئي ڪڏون ٻري ڇڏيائين. سڀني حاجين مشڪون کولي ڇڏيون هُيون. جهنگ ۾ هڪ عجيب ڪرشمو ظاهر ٿيو، جنهن سان ماڻهن جا شڪ شبها ختم ٿيا پر جيڪي ماڻهو ازلي ناقص هئا ۽ اُنهن ۾ حق قبول ڪرڻ جي صلاحيت ڪونہ هئي، اهي رهجي ويا.

# دفتر ٽيون

اے ضیاء الحق حسام الدّین بیار
ایں سوم دفتر کہ سُنّت شد سہ بار

ترجمو: ”اي ضياء الحق حسام الدين ٽيون دفتر آڻ، ڇاڪاڻ ته ٽي دفعا سنت آهي.“

ضياء الحق چلپي مولانا جو اهو ئي خليفو ۽ مريد آهي جيڪو مثنوي لکڻ جو سبب بنيو. ظاهري طهارت وضو ۽ غسل ۾ ٽي دفعا ڌوئڻ سنت آهي، انهيءَ ڪري طهارت باطني جيڪا مثنويءَ جي مضمونن مان حاصل ٿئي ٿي ان جي لاءِ به ٽئين دفتر ۾ ٽيون دفعو مضمونن جو آڻڻ مناسب آهي. رازن جو خزانو کول. اهي عذر جيڪي هيءَ دفتر جي دير سان شروع ڪرڻ جو سبب بنيا هئا اهي ڇڏي ڏي. جسماني ڪمزوري جو عذر نه ڪر، ڇاڪاڻ ته تنهنجي طاقت جسم ۽ نبض جي پيداوار نه آهي پر عطاءِ خداوندي آهي. جيئن سج جي روشني ظاهري اسباب جي بناء تي نه آهي، اهڙي طرح تنهنجي طاقت ظاهري اسباب سان متعلق نه آهي. جيئن آسمانن جو قيام ۽ بيهڻ به ظاهري اسباب جي تعلق سان نه آهي. حضرت جبرئيل عليه السلام جي اها طاقت جو ٻانهن جي سهاري ڳوٺن کي اونڌو ڪري ڇڏيائين، جسماني غذا جي ڪري ڪونه هئي. وجود کي پيدا ڪرڻ واري (الله) جي ديدار جي ڪري هئي. اهڙي طرح عارفن جي طاقت الله جي طرفان هوندي آهي، مادي طاقت ڪونه هوندي آهي ۽ ابدالن جا جسم به نوراني آهن ۽ اهي انساني روح ۽ سيني ملائڪن کان وڌيل آهن. (شيخ حُسام الدين کي خطاب ڪري بزرگ رومي فرمائي ٿو ته ) جيئن ته تون وڏين وصفن سان موصوف آهين، حضرت ابراهيم عليه السلام وانگر نمرود جي باهه يعني نفساني رذائل کان لنگهي وڃ. اربع عناصر توهان جي مزاج کان مغلوب آهن، انهيءَ ڪري باهه توهان جي لاءِ ٿڌي ۽ سلامتي واري آهي. عام انسانن جو مزاج چئن عنصرن مان ٺهيو آهي پر توهان جو مزاج الله تعاليٰ جي اخلاقن سان ٺهيو آهي. جيئن ته توهان اخلاق الاهي سان مُتصف آهيو انهيءَ ڪري توهان کي الله سان اتحاد حاصل ٿي ويو آهي. هاءِ افسوس! عوام جي سمجهه جي نڙيءَ مان هي وحدت جو مضمون هيٺ نٿو لهي. عوام جو اهو ڳلو نه آهي جو انهن مضمونن کي ڳهي سگهي پر ضياء الحق طالب ۾ اها طاقت آهي جو پٿر جي ڳلي سان به هن مضمون کي حاصل ڪري سگهي ٿو، جو ان معرفت جي مضمونن کي ڪوه طور سمجهيو، حالانڪ اهي پٿر وانگر سخت آهن. ڪوه طور جو رقص به معرفت جي شراب پيئڻ جي ڪري هو. هڪ انسان هيءَ کي لُقمو (گراهه) ته ڏيئي سگهي ٿو پر خُلق عطا ڪرڻ فقط خدا جو ڪم آهي. يعني تعليم ۽ تربيت ڏيڻ ته انساني فعل آهي پر طالب جي عُضون جو ان کي قبول ڪرڻ ۽ اُن ۾ قبوليت جي استعداد پيدا ڪرڻ الله جو ئي ڪم آهي. الله تعاليٰ هر عُضوي کي ۽ روح کي اُن جي مناسب نِڙي بخشيندو آهي. الله تعاليٰ هر عضوي ۽ روح کي نِڙي اُن وقت بخشيندو آهي جڏهن انسان خدائي اخلاق سان موصوف ٿي وڃي ۽ بُرائين کان پنهنجو پاڻ کي

پاڪ ڪري. جڏهن الله جي اها عطا توهان کي حاصل ٿي وڃي ته نااهلن تي پنهنجا اسرار ۽ راز ظاهر نه ڪريو. اِلاهي معارف ان وقت حاصل ٿيندا آهن جڏهن انسان ۾ انهن کي مخفي رکڻ جي پوري صلاحيت پيدا ٿي وڃي ۽ نااهلن جي اڳيان انهن کي ظاهر نه ڪرڻ تي اُن کي قدرت ۽ طاقت حاصل ٿي وڃي. الله تعاليٰ جي مهرباني مٽيءَ کي به ڳلو عنايت ڪيو آهي، ايستائين جو مِٽي پاڻي پيئي ٿي ۽ سوين گاهه ڦٽائي ٿي. حيوانات نباتات کي پنهنجي غذا بنائين ٿا. حيوانات مان وري انسان پنهنجي غذا حاصل ڪري ٿو. وري انسان جي مرڻ کانپوءِ مِٽي اُن کي پنهنجي خوراڪ بنائي ٿي ۽ انسان مان روح ۽ بينائي جدا ٿي وڃي ٿي. ڪائنات ۾ پاڻ ۾ جياپي جي جنگ جو نظام جاري آهي ۽ ڪائنات جو هر ذرو هڪ ٻئي کي کائڻ جي لاءِ مُنهن کوليو ويٺو آهي. وٽن جا پن جيڪي حيوانات جي خوراڪ آهن انهن کي به الله تعاليٰ خوراڪ عطا فرمائي ٿو. ڪائنات ۾ جيڪي شيون ٻين جي پرورش ڪن ٿيون انهن جي خدا پرورش ڪري ٿو. ڪٽڪ خود رزق آهي پر جيڪڏهن اُن کي رزق مُيسّر نه اچي ته اُن جي پرورش ڪون ٿئي. اُن ڳالهه جو ڇيهه مون هڪڙو ٽڪرو بيان ڪيو آهي، ان مان تون ٻيا ٽُڪرا سمجهه.

عالمِ امڪان ۾ سڀ شيون هڪ ٻئي کي فنا ڪري رهيون آهن. بقا فقط اُن کي حاصل آهي جيڪو مقبول بارگاهه الاهي آهي. عالمِ امڪان ۽ اُن جا باشنده جُدا ٿيڻ وارا آهن ڇاڪاڻ ته عالمِ امڪان متضاد عناصر مان ٺهيو آهي. عالمِ آخرت ۽ اُن جا باشنده هميشه رهڻ وارا آهن. هي جهان ۽ اُن جا عاشق مِٽجي وڃڻ وارا آهن. هُن جهان وارا هميشه ۽ گڏ رهڻ وارا آهن. پوءِ بزرگ اهو آهي جيڪو پاڻ کي معارفِ الاهيه جو پاڻي پياري تان ته هميشه رهي. بزرگ جيئن ته فضائل جو مجموعو بنجي ويو ته اهو باقي رهڻ وارو نيڪيءَ جو مُجسّمو آهي. عارف ڪامل ۽ بزرگ هڪ روح هزار قالب، هوندا آهن. هن جهان ۾ جيڪي کائڻ وارا آهن ۽ کاڌل آهن انهن جو ته فقط ڳلو ۽ نڙي آهي، جيڪي ماڻهو پنهنجي نفس تي غالب آهن ۽ الله جي مرضيءَ کان مغلوب آهن اهي عقل وارا آهن. الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺ کي نڙي عنايت فرمائي. اها جادوگرن جي لٺين ۽ رسن کي ڳهي ويئي. حضرت موسيٰ جي لٺ سڀ ڳهڻ کانپوءِ به ٿُلهي نه ٿي ڇاڪاڻ ته ان جو کاڌو حيواني ڪونه هو. جهڙي طرح حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺ جي نڙي (حلق) هئي اهڙي طرح يقين جو به حلق آهي جيڪو وسوسن کي ڳهي ويندو آهي. جهڙي طرح خارجي شين جو به حلق آهي اهڙي طرح اندروني ۽ مخفي شين جو به حلق آهي. تحت الثريٰ کان ويندي چندِ تائين ڪابه اهڙي مخلوق نه آهي جنهن جي نڙي نه هجي. جيڪڏهن انسان پنهنجو پاڻ کي شيطاني وسوسن کان پاڪ ڪري ته الله جي وحي جو مهمان ٿي وڃي. روح کي جيڪڏهن مادي ضرورت کان پاڪ ڪري ته اُن جي روزي خدائي ٿي ويندي آهي. جنهن انسان پنهنجي عقل ۽ دل کي مادي ضرورتن کان پاڪ ڪيو اُن جي معدي لاءِ تازو معارفِ الاهيه جو رزق حاصل ٿي ويو. مزاج کي بدلائڻ شرط آهي ڇاڪاڻ ته غلط خوراڪ سان بيماريون پيدا ٿينديون آهن. جڏهن مادي مزاج ۾ تبديلي اچي ويندي آهي ته انسان انوارِ الاهي جو محل بنجي ويندو آهي ۽ قدرت اُن کان بُريون عادتون ڇڏائيندي آهي. قدرت جڏهن ننڍڙي ٻار کان کير ڇڏائيندي آهي ته ان کي باغن جا ميوا کارائيندي آهي. جيستائين ٻار کير پئيندڙ هوندو آهي تيستائين بيشمار لذيذ غذائن کان محروم رهندو آهي. دنياوي لذتن جو کير ڇڏڻ تي اُخروي نعمتون موقوف آهن. مطلب ته کير ڇڏڻ جي ڪوشش ڪر. جيستائين انسان ماءُ جي پيٽ ۾ هو تيستائين رت اُن جي خوراڪ هئي. ضرورت جي وقت مومن جي لاءِ نجس غذا حلال ٿي ويندي آهي. جهڙي طرح ٻار جو کير ڇڏڻ غذائن جي ترقي جو سبب بڻيو، اهڙي طرح جيڪڏهن جسماني لذتون ترڪ ڪندؤ ته روحاني غذائون بهتر کان بهتر حاصل ٿينديون. جسماني لذتن جي ترڪ ڪرڻ سان حڪمتون حاصل ٿينديون ۽ ذات خداوندي جي طلب پيدا ٿيندي. لُقمي (گراهه) ڇڏڻ سان انسان لُقمان يعني صاحبِ حڪمت ٿي ويندو آهي ۽ هڪ ڳجهي مطلوب جو طالب بنجي ويندو آهي. جيڪڏهن پيٽ جي ٻار کي ڪو رحم ۾ چوي ته ٻاهر هڪ وڏي منظم دنيا آهي، ڪشاده زمين آهي، اُن ۾

بيشمار غذائون ۾ نعمتون آهن، جبل دريا ۾ جهنگ آهن، ٻنيون ۾ باغ آهن. تمام بلند آسمان، روشن سج، چنڊ ۾ سوين سُها (آسمان جي هڪ تاري جو نالو آهي) آهن. اُتر ۾ ڏکڻ ۾ اولهه جي هوائن سان باغ جشن ۾ تازگي رکن ٿا. اُن جا عجائبات بيان نٿا ٿي سگهن. تون هن انڌيري ۾ آزمائش ۾ ڇو پيو آهين؟ ان تي اهو ٻار پنهنجي حالت جي تقاضا جي ڪري خارجي (ٻاهرين) دنيا جو منڪر ٿيندو ۽ چوندو ته اهو ناممڪن آهي، فريب ۾ دوکو آهي. ڇاڪاڻ ته انڌي جو وهم انهن ڳالهين کان پري آهي، جهڙي طرح ماءُ جي پيٽ جو ٻار هن خارجي جهان جي ڳالهين جو انڪار ڪري ٿو اهڙي طرح عوام عالمِ آخرت جي ڳالهين جو انڪاري آهي. ابدالن جون ڳالهيون دنياوارن نه مڃيون ڇاڪاڻ ته دنياوي لالچ انهن جي لاءِ پردو بنجي ويئي. جيئن رت کائڻ جي لالچ اُن پيٽ جي ٻار کي دنيا جي نعمتن کان محروم ڪري ڇڏيو. اهو ٻار ماءُ جي رت کائڻ کان سواءِ ٻي غذا نٿو چاهي، توکي به هن ڏوکي جي زندگي سچي زندگي کان انڌو ڪري ڇڏيو. لالچ جي ڪري توکي حق، باطل نظر اچي ٿو. سچن وانگر لالچ کان بيزار رهه. جڏهن تون ان درگاهه ۾ پهچندين ڇوٽڪارو حاصل ڪندين. دنيا جي غم ۽ خوشي کان تنهنجا قدم ٻاهر ٿيندا. تنهنجي روح جي اک روشن ۽ حق ڏسڻ واري بنجي ويندي. دين جو نور ڪفر جي اونده کان پاڪ ٿي ويندو. دل ۽ جان سان مردانِ حق آگاهه جي نصيحت کي قبول ڪرڻ وارو بنجي وڃ تان ته خوف کان نجات ۽ ڇوٽڪارو لهين ۽ امن وارو بڻجي وڃين. هاٿي اُن جو مثال ۾ هڪ قصو ٻُڌ تان ته توکي حقيقتاً روح جو نور حاصل ٿي وڃي.

**هاٿيءَ جي ٻچن کائڻ جو قصو**

هن قصي جو خلاصو هي آهي ته انهن ماڻهن ناصح جي نصيحت نه مڃي ۽ تباهه ٿيا. اهڙي طرح ابدال جي نصيحت نه مڃڻ سان تباهي ٿيندي آهي.

آں شنیدی تو کہ در ہندوستاں
دید دانائے گروہِ دوستاں

ترجمو: ”تو اهو قصو ٻڌو آهي ته هندستان ۾ ڪنهن عقلمند، دوستن جي هڪ ٽوليءَ کي ڏٺو.“

اهي دوست بکايل ۽ ٿڪل هئا. دور دراز جي سفر تان بي سرو سامان اچي رهيا هئا. اُن داناءَ جي دانائي جوش ۾ آئي. مسافرن کي پُرتپاڪ سلام ڪيائين ۽ گُل وانگر ٽڙي پيو ۽ چوڻ لڳو ته بُک ۽ معدي خالي هجڻ جي ڪري ۽ ڏورانهين سفر جي ڪري توهان وڏيون تڪليفون ڏٺيون آهن. جيڏانهن توهان وڃي رهيا آهيو اوڏانهن توهان جي رستي ۾ هاٿيءَ جا ٻچا آهن، دل ۽ جان سان منهنجي نصيحت ٻڌو. انهن کي هرگز نه کائجو! ٻچا شڪار ڪرڻ ته آسان آهن پر انهن جي ماءُ تاڙ ۾ لِڪل هوندي آهي، هزارين ميلن تان ٻچن جي حفاظت لاءِ ڊوڙي ايندي آهي ۽ اُن جي سونڍ مان ٻاهه جو دونهون نڪرندو آهي. اُن جي ٽُلهن ٻچن کان بچجو.

پٽڙا! الله وارا ۽ سڀ مخلوق الله جو عيال آهي انهن جي موجودگي ۽ غيرحاضريءَ ۾ انهن کان باخبر آهي. اهي الله وارا بظاهر بي سهارا هن لاءِ بنايا ويا آهن تان ته عوام جي آزمائش ٿي سگهي. اهي سيئي اللهوارا سيرت جي اعتبار سان هڪ آهن، جيڪڏهن ڪين تائيد خداوندي حاصل نه هجي ته حضرت موسىٰؑ جي لٺ فرعون کي تباهه ڪونه ڪري ها ۽ حضرت نوحؑ جي بددعا مشرق ۽ مغرب کي ڪونه ٻوڙي ها ۽ حضرت لوطؑ جي بددعا ڪافرن جي ڳوٺ کي زمين تان نه ڪوري سگهي ها. اهي نشان تون شام ڏانهن بيت المقدس جي رستي تي ڏسندين. لڪين حق پرست نبي آيا آهن، انهن جي نافرماني سز اجو سبب بڻبي آهي. انهن واقعن جو تفصيل ڏاڍو دردناڪ آهي. جيڪڏهن بيان ڪجي ته جبلن جا جِگر رت بنجي وڃن. انسان انهن کي عبرت جي نگاهه سان نٿو ڏسي. انسان جو انڌپڻ به عجيب آهي. انسان نفعي ۽ نقصان جي ذري پرزي کي ڏسي ٿو، دنيا جي خوشيءَ تي نچڻ ٽپڻ مناسب نه آهي.

انسان پنهنجي هستي کي مِٽائي ۽ شهوت مان آزاد ٿئي تڏهن خوشي ملهائڻ جو موقعو آهي. مردن جو رقص جهاد جي ميدان ۾ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪرڻ وقت هوندو آهي، جڏهن پنهنجي بُري اخلاق، حسد ۽ وڏائي وغيره کان ڇوٽڪارو لهن ٿا ۽ نُقص کان آزاد ٿين ٿا، تڏهن تاڙيون وڄائيندا ۽ رقص ڪندا آهن. قُدرت جي طرفان انهن جي رقص جا اسباب مهيا ڪيا ويندا آهن. جوش ۾ سمنڊ جون موجون تاڙيون وڄائينديون آهن. وڻن جا پن هوائن سان پاڻ ۾ ٽڪرائبا آهن اهو پنن جو رقص ۽ تاڙيون وڄائڻ آهن. عوام نہ ٿو سمجهي پر خواص انهن ڳالهين کي سمجهن ٿا. مٽي جي ڪنن کي مذاق ۽ ڪوڙ کان بند ڪر، پوءِ روح جي شهر ۾ رونق پيدا ٿيندي. حضور ﷺ جن جي باري ۾ قرآن شريف ۾ فرمايو ويو آهي تہ اُذُنُ خَيْرٍلَّكُمْ(التوبہ-٦١) حضور ﷺ جن کي نيڪي ٻڌڻ وارا ڪن آهن"، يعني حضور ﷺ اسان جي ڀلائي جي لاءِ مُجّسم ڪن ۽ اک آهن ۽ سندن رحمت اسان جي تربيت ڪندڙ آهي ۽ اسين ڪير پيئندڙ ٻار آهيون. جسماني ڪنن جي بند ڪرڻ ۽ باطني ڪنن جي کولڻ واري ڳالھ جي انتها نہ آهي. واپس هاٿيءَ جي قصي وارن ڏانهن موٽ.

**هاٿيءَ جي ٻچن پويان وڃڻ وارن جو رهيل قصو**

*ہر دہاں را پیل بُوئے می کُند*
*گردِ معدہ ہر بشر بر می تند*

ترجمو: "هاٿي هر مُنهن سنگهندو آهي. هر انسان جي معدي جي آسپاس چڪر لڳائيندو آهي."

هاٿي مُنهن هن لاءِ سنگهندو آهي تان تہ پنهنجي ٻچن جي گوشت کي ڪباب ڪري کائڻ وارن کي سُڃاڻي ۽ کائڻ بدلو وٺي سگهي. گِلا ڪرڻ کي قرآن شريف ۾ ڀاءُ جو گوشت کائڻ چيو ويو آهي. غيبت ڪرڻ وارن جي مُنهن کي الله تعاليٰ سنگهندو يعني سزا ڏيندو. قبر ۾ منڪر ۽ نڪير سوال جواب ڪرڻ وارا ملائڪ آهن، تون انهن کان مُنهن کي خوشبودار ڪري سگهندين، نہ وري مِٺين ڳالهين سان پاڻ کي بچائي سگهندين. بڪواس ڪرڻ واري کي ملائڪ گُرزن سان ماريندا. جيڪڏهن ملڪ الموت جو گُرز نظر نٿو اچي تہ اُن جا آثار ڏس. ڪڏهن اثر کان سواءِ بيمار خود بہ گُرز ڏسندو آهي ۽ گهر وارن کي چوندو آهي تہ ڏسو، مون کي ڪير ماري رهيو آهي. بيمار چوندو آهي تہ اي منهنجا محترم دوست! مون کي ڪو ماري رهيو آهي. جڏهن تہ اُن جي دوستن مان ڪوبہ نہ ڏسندو آهي، تڏهن جواب ۾ چوندو آهي تہ اي چاچا! اسان کي تہ ڪجھ نظر نٿو اچي، اهو تنهنجو وهم آهي. بيمار جواب ڏيندو آهي تہ اها وهمي ڳالھ نہ آهي پر منهنجو ساھ ڪڍڻ لاءِ مون کي ماري رهيا آهن. هاٿي هي منهنجي وڃڻ جو وقت آهي. عزرائيل عليه السلام جي تلوار وهمي نہ آهي پر اهڙي يقيني آهي جو هاٿي اُن جي اثر سان زمين ۽ آسمان وهم نظر اچن ٿا. اهو گُرز فقط بيمار ڏسي ٿو، ٻيو ڪو نٿو ڏسي. فقط اُن جي ڏسڻ جي ڪري اُن بيمار جي اک دنيا جي حرص کان خالي ٿي چُڪي آهي. جيڪڏهن ٻهريان ئي حرص ختم ٿي وڃي ۽ عذاب جي ڪيفيت نظر اچي وڃي تہ نيڪ عمل ڪري سگهي ها. هاٿي اک جو کُلڻ کُمهلو آهي ۽ کُمهلي ڪم جو نتيجو تباهي آهي، جيئن بنا وقت جي ٻانگ ڏيڻ وارو ڪُڪڙ ذبح ڪيو ويندو آهي. هر وقت انسان جي جسم جا اجزاءَ فنا ٿيندا رهندا آهن ۽ اُن جي جاءِ ٻيا عضوا وٺندا آهن. تنهنجي عُمر اشرفين جي ٿيلهيءَ وانگر آهي. رات ۽ ڏينهن اشرفين کي ڳڻڻ واري وانگر آهن. ايستائين جو همياڻي (جنهن ۾ اشرفيون پونديون آهن) خالي ٿي ويندي آهي ۽ عُمر جي چنڊ کي گِرهڻ لڳي ويندو آهي. جيڪڏهن جبل جا پٿر مسلسل ڪڍبا رهبا تہ هڪڙي ڏينهن اهو جبل ختم ٿي ويندو. دنيا جي ڪمن ۾ بقدرِ ضرورت ڪوشش ڪر. آخرت جي ڪمن ۾ انهماڪ رک، جيڪڏهن آخرت جو ڪم نہ ڪندين تہ دنيا مان ناڪام ويندين. قبر جي آبادي قبر تي ڪُنگرن بنائڻ سان ڪونہ ٿيندي آهي پر دل جي صفائي ۽ پنهنجي مرضيءَ کي الله جي مرضيءَ جي تابع بنائڻ سان آهي. بداعمالي سان قبر تي قُبي بنائڻ جو مثال هي آهي تہ رِند (شرابي) کي اِطلس جي ريشم جي قُبا پارائي

وجي تہ ڇا اها قبا اُن جي روح جي دستگيري ۾ مدد ڪندي؟ بدڪار سُٺو لباس پائڻ سان سُڪونِ قلب حاصل نٿو ڪري سگهي. جيڪڏهن نيڪ اعمال انسان گودڙيءَ ۾ بہ هجي تہ بہ اُن جي دل باغ بهار هوندي آهي.

**هاٿيءَ جي ٻچن واري حڪايت ڏانهن واپسي**

*گفت ناصح بشنوید ایں پندِ من*

*تا دل و جاں تاں نے فتد در محن*

ترجمو: ”نصيحت ڪرڻ واري چيو تہ منهنجي اها نصيحت ٻڌو تان تہ توهان جي دل ۽ جان تڪليف ۾ نہ ڦاسي.“

ٻُڪ جي وقت گاهہ ۽ وڻن جا پن ڪائجو، هاٿيءَ جي ٻچن جو شڪار نہ ڪجو. ناصح چيو تہ مون نصيحت جو قرض ادا ڪري ڇڏيو، نيڪ بخت ئي نصيحت قبول ڪندو آهي، لالچ جي ڪري هاٿيءَ جي ٻچن جو شڪار نہ ڪجو. موڪلائڻ وقت في امانِ الله چئي روانا ٿيا. رستي ۾ همراهن کي ٻُک آٽي ورايو. ايتري ۾ اوچتو انهن هاٿيءَ جو ٿُلهو ٻچو ڏٺو. بگهڙ وانگر اُن تي ٽُٽي پيا. اُن کي ڪباب ڪري کائي هٿ ڌوتائون. انهن مان هڪڙي همراهہ ڪونہ کاڌو ۽ انهن کي نصيحت ڪيائين، ڇاڪاڻ تہ اُن کي فقير جي ڳالهہ ياد هئي. همراهہ کائي پي سُمهي رهيا. جنهن ڪباب ڪونہ کاڌا هئا اهو چوڪيداري ڪرڻ لڳو. اُن ڏٺو تہ هڪ خوفناڪ هاٿي آيو ۽ نگهبان وانگر پهريان ڊوڙڻ لڳو. هاٿيءَ ڪئين چڪر ڏنا ۽ پوءِ هليو ويو ڇاڪاڻ تہ چوڪيدار جي وات مان اُن کي ڪابہ بوءِ محسوس نہ ٿي. ان ڪانپوءِ هاٿي هر سُتل جا چَپَ سنگهيا تہ ڪيس اُن جي وات مان ٻچن جي گوشت جي بوءِ آئي ڇاڪاڻ تہ انهن ٻچا کاڌا هئا. پوءِ غصي ۾ هاٿيءَ هر هڪ کي انتهائي وحشياڻي نموني ماري ختم ڪري ڇڏيو.

اي مخلوق جو رت پيئڻ وارا واپس موٽ، تان تہ انهن جو رت تنهنجي لاءِ جنگ پيدا نہ ڪري. ڪنهن جي مال کي تباهہ ڪرڻ جان جي تباهہ ڪرڻ جي برابر آهي. هاٿيءَ جي ٻچي کي کائڻ وارن کان بدلو ٻچن جي ماءُ وٺي ٿي. اي رُشوت خور! تون هاٿيءَ جو ٻچو کائين ٿو، هاٿيءَ جو محافظ توکي برباد ڪري ڇڏيندو. مڪّار کي اُن جي مڪر جي بوءِ رُسوا ۽ خوار ڪندي آهي. حضور ﷺ فرمايو تہ مون کي يمن جي طرف کان رحمان جي خوشبوءَ اچي ٿي. اِن فرمان ۾ حضرت اويس قرنيءَ رحمة الله عليه ڏانهن اشارو آهي. اسان جي مُنهن جي بوءِ چو محسوس نہ ڪندا. اسان جا سڀ عمل حضور ﷺ کي پيش ڪيا ويندا آهن پر پاڻ سڳورا ﷺ پرده پوشي فرمائيندا آهن. سُٺي ۽ بُري بوءِ تہ آسمان تي پهچي ويندي آهي. تڪبّر جي بوءِ، ڪاوڙجي ۽ حرص جي بوءِ بصر جي بوءِ وانگر محسوس ٿيندي ۽ پکڙندي آهي. جيڪڏهن تون قسم کائڻ کان پوءِ بہ انڪار ڪندين تہ اُن جي بدبوءِ تنهنجي خلاف شاهدي ڏيندي. گناهن جي بوءِ سان دعائون مردود ٿي وڃن ٿيون ۽ دل جي ڪچائي زبان سان ظاهر ٿيندي آهي. ڪافرن جي پُڪار جي جواب ۾ چيو ويندو تہ پري ٿيو، هر دغاباز جو جواب لٺ جي مار سان هوندو آهي. اخلاص سان نامناسب لفظ بہ مقبول بارگاهہ آهن. جيڪڏهن دعا ۾ اخلاص نہ آهي تہ بهتر الفاظ بہ مردود آهن.

**دوستن جي غلطي ڏارين جي سُنائي ڪان سُٺي آهي**

*آں بلالِ صدق در بانگِ نماز*

*حیّ راہیٔ خواند از روئے نیاز*

ترجمو: ”اهو سچو بلال رضي الله عنه ٻانگ ۾ (لفظ) حَيَّ کي عاجزيءَ سان هَيّ پڙهندو هو.“

حضرت بلال رضي الله عنه حضور ﷺ جن جو مشهور موذّن هو. ٻانگ ۾ حيّ علي الصلاہ ۾ ح حُطّي بجاءِ هہ هَوزّ جو تلفظ ڪندو هو. منافقن چيو تہ اي پيغمبر ﷺ! ٻانگ اسلامي تعليم جي ابتدا آهي، ان ۾ غلطي مناسب نہ آهي. اهڙو

موئذّن هجي جيڪو صحيح طريقي سان مخرج ادا ڪري سگهي. حضور ﷺ ڪي منافقن جي اعتراض تي ڪاوڙ آئي ۽ فرمايائون ته بلال رضي الله عنه جو لفظ حَيَّ ڪي هَيَّ چوڻ اُن حَيَّ ڪان بهتر آهي جنهن ۾ اخلاص نه هجي. مطلب ته دعا جي قبوليت جي لاءِ اخلاص شرط آهي، جيڪڏهن پاڻ ۾ اخلاص نه هجي ته مُخلص ڪان دعا ڪرائي وٺي.

**الله تعاليٰ جو حضرت موسيٰ کي فرمائڻ ته جنهن منهن سان گناهه نه ڪيو هجي ئي ان سان پڪار**

هن قصي جو خلاصو هي آهي ته جيڪڏهن پاڻ ۾ اخلاص نه هجي ته مُخلص ڪان دعا گهرائي.

بهر ايں فرمود باموسیٰ خدا

وقتِ حاجت خواستن اندر دعا

ترجمو: "انهيءَ ڪري (الله تعاليٰ) حضرت موسيٰ عليه السلام کي فرمايو دعا ۾ مراد گهرڻ وقت"

اي موسيٰ! منهنجي پناهه اُن مُنهن سان گُهر جنهن سان تو گناهه نه ڪيو هجي. جيڪڏهن اهو مُنهن گنهگار آهي ته ماڻهن سان اهڙو ورتاءُ ڪر جو اهي دعائون گُهرن. دعا گهرڻ جي لاءِ اهڙي مُنهن جي ضرورت هئي جنهن سان تو گناهه نه ڪيو هجي ۽ اهو تو وٽ نه آهي ته ٻئي جو مُنهن تنهنجي ان مجبوريءَ جي لاءِ عذر خواهه ٿيندو. جيڪڏهن پنهنجي مُنهن سان دعا گهرڻي آهي ته اُن کي ۽ روح کي پاڪ ڪرڻ گهرجي. روح کي پاڪ ڪرڻ جي هيءَ تدبير آهي ته ذڪر جي پاڪائي اُن ۾ داخل ڪر، ناپاڪائي خودبخود پٺي ويندي.

**هڪ شخص جو الله الله چوڻ ته هڪ ڏينهن الله جو ڪيس لبيڪ چوڻ**

آں يکے الله مى گفتے شباں

تاکہ شيريں مى شد از ذکرش لباں

ترجمو: "هڪ شخص رات جو الله الله چوندو هو، ايستائين جو ذڪر سان سندس چَپَ مِٺا ٿي ويا."

رات جو خدا جو ذڪر ڪندو هو، شيطان اُن کي چيو ته ذڪر نه ڪر، ڪيستائين اهو ذڪر ڪندو رهندين، تنهنجو اهو الله الله چوڻ غرور ۽ وڏائي سان آهي. تڏهن تو کي الله جي طرفان "بيشڪ، آئون حاضر آهيان" جو جواب نٿو ملي. اهو ذڪر ڪرڻ وارو دل شڪسته ٿي ويو ۽ سمهي رهيو. خواب ۾ حضرت خضر کي ڏٺائين (حضرت خضر جي اها ڪرامت آهي ته جتي وِهندو آهي اُتي ساوڪ ٿي پوندي آهي.) حضرت خضر اُن کي چيو ته تون ذڪر ڪان ڇو رڪجي پيو آهين؟ ذاڪر جواب ڏنو ته مون کي لبيڪ جو جواب نٿو ملي، جنهن ڪري آئون خوفزده آهيان ته آئون مقبول بارگاهه نه آهيان. حضرت خضر اُن کي جواب ڏنو ته الله جو پنهنجي ياد ۾ لڳائڻ ئي اُن جي طرفان لبيڪ آهي. ڪنهن شخص کي الله جي عبادت جي توفيق ملڻ ئي الله جي طرفان قبوليت جو دليل آهي. اهو الله جو ڪرم آهي جو پنهنجي ياد ۾ لڳائي ڇڏي ٿو، ته دعا گهرڻ واري جو هڪ دفعو "يارب" چوڻ الله جي طرفان چند دفعا لبيڪ چوڻ بنجي ويندو آهي. جنهن ڪان خدا ناراض هوندو آهي اُن کي ڪڏهن به دعا جي توفيق ڪونه ٿيندي آهي. فرعون کي سوين مُلڪ ۽ مال الله تعاليٰ عطا ڪيا ايستائين جو اُن خدائي جي دعويٰ ڪئي. الله تعاليٰ اُن کي مٿي جي سور ڪان به محروم رکيو، ورنه دعا جو سبب بنجي وڃي ها. بيماري جيڪا الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪرائي اها الله جي رحمت آهي. حديث شريف ۾ آهي ته الله تعاليٰ جڏهن ڪنهن سان محبت ڪندو آهي ته اُن کي مبتلا ڪندو آهي تان ته اُن جي عاجزي ٻُڌي. بيدرديءَ سان دعا افسردگي جو نتيجو آهي. درد سان دعا عشق جو نتيجو آهي. جڏهن انسان درد جي حالت ۾ "اي خدا، اي خدا فرياد ٻڌڻ وارا!" چوندو آهي ته اُن جو آواز صاف هوندو آهي ۽ اُن ۾ حُزن جي ڪيفيت هوندي آهي. جڏهن جذبه الاهي طاري هوندو آهي تڏهن انسان درد سان گڏ گريه به ڪندو آهي. اصحابِ ڪهف جي

ڪتي ۾ جذب پيدا ٿي ويو هو، تڏهن ته شهنشاهن جي نشست تي ويهي رهيو. قيامت تائين قطمير (ڪتي جو نالو) وحدت جو آبِ حيات پي رهيو آهي. گهڻا اهل الله اهڙا آهن جن کي ڪو سڃاڻيندو ڪونه آهي. جامِ محبت جي طلب ۾ صبر سان جان ڏيڻ گهرجي. مُجاهد مجاهدن ۾ صبر کان ڪم وٺي ٿو ته فتحياب ٿئي ٿو ۽ ڪيس جامِ محبت حاصل ٿئي ٿو. دنياوي معاملن ۾ احتياط ۽ پختہ ڪاري کان ڪم وٺڻ ضروري آهي. ٿورڙي غفلت انسان کي منزل کان گهڻو پري ڪري ڇڏيندي آهي. هر خواهش نفس جي تابع ڪڪ وانگر آهي. انسان کي ڪوهِ گران هجڻ گهرجي. شيطان هر طرح سان انسان کي ڌوڪو ڏيندو آهي. انسان جي پُختہ ڪاري هي آهي ته اهو شيطان جي فريب ۾ نہ اچي. يعني شيطان جي لالچ ۾ نہ اچي ۽ مختلف بهانا ڪري اُن جي دام فريب کان بچي وڃي. ڇاڪاڻ ته شيطان جي خوشنما فريب ۾ سوين نقصان پوشيده آهن. شيطان جي عطا بہ پُر فريب آهي. دنيا جي دولت جي جهنڪار انسان جي عقل کي انڌو ڪري ڇڏي ٿي. قدرت انسان کي جيڪي ڪجهه ڏنو آهي ان تي قناعت ڪرڻ گهرجي. انسان جي پُختہ ڪاري هيءَ آهي ته خارجي عوامل ڏانهن ڌيان نہ ڏي ۽ انهن کي ڌوڪو سمجهي. شڪاري مُرده جانور، اڳيان رکي، ان جون ٻوليون ڪندو آهي ٻيا پکي اُن مان ڌوڪو کائي ويندا آهن، تون بہ ائين ڌوڪو نہ کاءُ. ان جي تشريح ۾ هي قصو ٻڌ تان تہ تون دين جي حفاظت جي لاءِ پُختہ ڪار بنجي وڃين.

**هڪ ٻهراڙي واري جو شهر واري کي دوکو ڪرڻ، خوشامد ۽ عاجزيءَ سان دعوت ڏيڻ**

هِن قصي جو خلاصو هي آهي تہ شهريءَ احتياط کان ڪم نہ ورتو ۽ ٻهراڙيءَ واري جي ڳالهين ۾ اچي ويو پر پوءِ پريشان ٿيو.

اے برادر بود اندر ما مضیٰ
شہری باروستائی آشنا

ترجمو: ”اي ڀاءُ! گذريل زماني ۾ هڪ شهري هڪ ڳوٺاڻي جو دوست هو.“

ڳوٺاڻو جڏهن شهر ۾ ايندو هو تڏهن ان جو مهمان ٿيندو هو، بہ ٽي مهينا رهيو پيو هوندو هو، شهري ان جون ضرورتون پوريون ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن ڳوٺاڻي شهريءَ کي چيو تہ تفريح جي لاءِ منهنجي ڳوٺ جو نتا اچو! بهار جي موسم آهي، سيني گهر وارن کي بہ وٺي اچو. بهار جي موسم ۾ ڳوٺ جو ماحول سُنو هوندو آهي، هر طرف پو ڪون ۽ دلڪش نظارا هوندا آهن يا گرمين ۾ اچو. پنهنجي ٻارن ٻچن کي وٺي اچو بہ ٽي مهينا رهو. آئون توهان جي خدمت ڪندس. ڳوٺاڻي کي ٽارڻ لاءِ شهري وعدا ڪندو رهيو ايستائين جو اٺ سال گذري ويا، ڪڏهن شهري چوي تہ منهنجا دوست اچڻا آهن، مهمانن جي اچڻ جي مجبوري آهي انهيءَ ڪري سفر نٿو ڪري سگهان. اهو سلسلو هلندو رهيو. ٻهراڙيءَ وارو اچي شهريءَ وٽ رهيو پوي. هن دفعي ٻهراڙي وارو ٽي مهينا ترسي پيو ۽ شرمساريءَ سان شهريءَ کي چوڻ لڳو تہ تو ڪيترا وعدا ڪيا پر پورا ڪونہ ڪَيئي. شهريءَ چيو تہ منهنجو جسم ۽ جان هلڻ لاءِ تڙپن ٿا پر نقل حرڪت (سفر) الله جي قبضي ۾ آهي، انسان ٻيڙي ۽ بادبان وانگر آهي، هوا هلائڻ وارو (الله) هوا جڏهن هلائي. ٻهراڙي واري شهريءَ کي قسم ڏنو تہ پنهنجا ٻار ٻچا وٺي ضرور اچ. ٽي دفعا ڪانئس وعدو ورتائين.

شهريءَ جي ٻارن چيو تہ بابا سج چنڊ ۽ ڪڪر بہ سفر ڪن ٿا. ٻهراڙيءَ واري جي ڀرپور خاطر تواضع لاءِ توهان گهڻيون تڪليفون برداشت ڪيون آهن، جيئن تہ توهان اُن جي گهڻي خدمت ڪئي آهي اهو ان خدمت جو بدلو ڏيڻ چاهي ٿو، اسان کي ڇٽي ويو آهي تہ اسين توهان کي راضي ڪري اُن جي ڳوٺ هلون. شهريءَ چيو تہ اي عقلمند! اها ڳالھ نيڪ آهي پر اُن شخص جي شر کان بچڻ گهرجي جنهن سان تو احسان ڪيو آهي. دوستي بہ انهن نيڪين مان آهي جيڪا انسان جي آخري وقت ۾ ڪم ايندي آهي پر مون کي ڊپ آهي تہ اها نفرت ۾ تبديل نہ ٿي وڃي، ڇاڪاڻ تہ

ميل جول ٻن قسمن جا آهن: هڪ اهو آهي جيڪو دوستي ٽُٽڻ جو سبب بڻبو آهي. ٻيو اهو آهي جنهن سان دوستيءَ ۾ مضبوطي ايندي آهي، مون کي خيال آهي ته اهو ميل جول دوستي ٽوڙي ڇڏيندو. چار ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو آهي پر ٻوڙڻ مهل ماڻهو ڦاسي پوندو آهي. هر وِک کي چار سمجهه، جن ماڻهن احتياط کان ڪم نه ورتو انهن جو انجام قبرستان ۾ پيل هڏن ۽ کوپرين مان معلوم ڪري وٺ. قبرستان ۾ ويندا ته وڏائي جي نشي ۾ مست ماڻهن جو انجام ڏسندؤ. غلطي کان بچڻ جي پهرين صورت هي آهي ته عقل جي ذريعي غلطيءَ کان بچجي. ٻي صورت هي آهي ته تجربي جي ذريعي غلطي کان بچجي. ٽين صورت هي آهي ته ڪنهن ديده ور ۽ پيشوا جي ذريعي غلطين کان بچاءَ ڪرڻ گهرجي. انڌو هلڻ ۾ احتياط ڪندو آهي تڏهن ٺُڏي ڪائڻ ۽ کڏ ۾ ڪِرڻ کان بچي ويندو آهي. انسان خود غلطي ڪندو آهي هڪ غلطي کان بچندو آهي ته اُن کان وڏي غلطي ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي. ٻنهين کان ڀڄو ته ٻاهه ۾ ڪِريو، لقمو (گراهه) ڳوليائين ته نانگ جو لُقمون بڻجي ويو، اهلِ سبا جي قصي مان ان ڳالهه کي واضح ڪيو اٿس.

**اهل سبا جو قصوءِ الله جي نعمت ۽ شُڪر جي فضيلت جو بيان**

تو نخواندی قصهء اهل سبا
یا بخواندی و ندےدی جز صدا

ترجمو: "ڇا تو سبا وارن جو قصو ڪونه پڙهيو آهي؟ يا تو پڙهيو آهي ۽ اُن کي فقط پڙاڏو سمجهيو اٿئي."

يعني قصي کي ٻُڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيئي. آواز جي حقيقت جبل به نٿو سمجهي. جڏهن تون خاموش ٿين ٿو ته جبل به خاموش ٿي وڃي ٿو. اهلِ سبا جي فارغ البالي ۽ انهن جي نافرمانيءَ جو قصو قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي. الله تعاليٰ انهن کي باغ، محل ۽ قلعا عنايت ڪيا هئا پر انهن نعمتن جو حق ادا نه ڪيو، ڪُتي کان به گهٽجي ويا. ڪُتي کي جتان مانيءَ جو ٽُڪر ملندو آهي ته اُن جي دروازي جو مُحافظ ۽ نگهبان بڻجي ويندو آهي، پوءِ ڀلي کو اُن تي ظُلم ۽ سختي ڪري. اجنبي ڪتي تي مقامي ڪتن جو ڀونڪڻ ڇڻ ته اُن کي تنبيهه ڪرڻ آهي ته پنهنجي پهرين مالڪ ۽ مڪان کي ڇڏي ڇو آيو آهين، اتي واپس وڃ. جهڙي طرح ڪتي جو پهرين مڪان کي ڇڏڻ بي وفائي آهي اهڙي طرح بُزرگن جي در تان مستفيد ٿي ڪري ان کي ڇڏڻ بيوفائي ٿيندي. طالب، ڪامل عارف جي در تان گهٽيون روحاني غذائون حاصل ڪري ٿو. تون لالچ جي ڪري دولتمندن جي در جا ڪئين چڪر لڳائين ٿو. لذيذ ۽ سٺيي غذا اها آهي جيڪا جسم جي پرورش ڪري، باقي روح کي تازو نه ڪري. اهلِ دل جو دسترخوان حضرت عيسيٰ عليه السلام جي گرجا گهر آهي. حضرت عيسيٰ عليه السلام جي گرجا روحاني ۽ جسماني بيمارين جو شفاخانو هئي، خبردار! اي بيمار ان در کي نه ڇڏ.

**مصيبت مارين جو حضرت عيسيٰ جي گرجا گهر تي هر صبح جو شفا حاصل ڪرڻ جي لاءِ گڏ ٿيڻ**

جمع گشتندے زہر اطراف خلق
از ضریر و لنگ و شلّ و اہلِ دلق

ترجمو: "انڌا، منڊا، اپاهج ۽ گوڏڙين وارا، هر طرف کان مخلوق گڏ ٿي ويندي هئي."

صبح جو حضرت عيسيٰ عليه السلام جي گرجا گهر جي دروازي تي بيمار ماڻهن جو هجوم گڏ ٿي ويندو هو، تان ته دم ڪري انهن کي تڪليفن کان ڇوٽڪارو ڏياري. حضرت عيسيٰ عليه السلام پنهنجي معمولات مان فارغ ٿي چاشت جي وقت ٻاهر ايندو هو ته بيمارن ۽ ڪمزورن جا ميڙ ڏسندو هو. حضرت عيسيٰ دعا گهرندو هو، دعا ڪانپوءِ فرمائيندو هو ته الله تعاليٰ توهان سڀني کي شفا عطا فرمائي آهي، سڀئي بيمار بيماريءَ مان ائين آزاد ٿي ويندا هئا جيئن ڏاڻ ڪُلڻ سان اُٺ آزاد ٿي ويندو آهي. سڀئي اطمينان سان هليا ويندا هئا. جڏهن بزرگن جي در تان فيض حاصل ٿيو آهي ته اُن در

کي ڇڏڻ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي گرجا گهر کان مُنهن موڙڻ آهي. توکي بزرگن جو در نہ ڇڏڻ گهرجي ۽ ڪُتي کان گهٽ نہ ٿي. جيڪڏهن تو ۾ ڪمال بہ پيدا ٿي ويو آهي تڏهن بہ اُن در کي نہ ڇڏ. ڀين ڪُتن جو وڙهڻ هن لاءِ آهي تہ اهو پهرين مالڪ وٽ هليو وڃي. ڪُتن جي وفاداري مشهور آهي، انهيءَ ڪري تون بيوفائي جي صورت پيدا نہ ڪر. بي وفائي ڪُتن جي لاءِ شرم ۽ ذلت آهي تون پنهنجي لاءِ اُن کي ڇو ٿو پسند ڪرين. سوره توبهہ ۾ الله تعاليٰ وفاداريءَ تي فخر فرمايو آهي ۽ فرمايو آهي تہ ”الله تعاليٰ کان وڌيڪ عهد پورو ڪرڻ وارو ٻيو ڪو نہ آهي.“ جيڪي ماڻهو مردود بارگاهہ الاهي آهن انهن سان بيوفائي عين وفا آهي. چڱن سان چڱائي ۽ بُرن سان برائي ڪرڻ گهرجي. ماءُ جو وڏو حق آهي پر الله جو حق ان کان مقدّم آهي. ڇاڪاڻ تہ ماءُ جو حق الله جي فعل مان ثابت ٿيو آهي. ماءُ جي پيٽ ۾ الله تعاليٰ ئي پرورش ڪري ٿو ۽ پوءِ ماءُ جي پيٽ مان ٻاهر ڪڍي ٿو. ماءُ جي محبت کان اڳ الله تعاليٰ جا حق ثابت ٿي چڪا آهن. الله تعاليٰ جو حق هر طرح سان ماءُ جي حق تي مقدّم آهي، جنهن ماءُ پيدا ڪئي ۽ اُن جي ٿڃن ۾ کير پيدا ڪيو ۽ پيءُ کي ماءُ جو ساٿي بڻايو. هاڻي بزرگ روميؒ الله تعاليٰ جي احسانن جي بنياد تي مناجات شروع ڪري ٿو تہ اي الله! اي محسنِ عظيم! جيڪو منهنجي علم ۾ آهي ۽ جيڪو منهنجي علم ۾ نہ آهي. سڀ ڪجهہ تنهنجي ملڪيت آهي. الله تعاليٰ فرمايو تہ اسان جي اُن احسان کي ياد ڪريو جو نوح جي ٻيڙي جي ذريعي توهان جي حفاظت ڪيم يعني توهان جي ابن ڏاڏن کي بچايم، جڏهن پاڻي ٻاهہ وانگر تباهي ڪري رهيو هو ۽ اُن جون موجون جبل جي چوٽين کي برباد ڪري رهيون هيون. جڏهن انسان کي اشرف المخلوقات بنايم، پوءِ ڪين تباهہ ڪيئن ڪريان. ايتري قدر احسانن جي باوجود تون مون سان وفا نہ ڪرڻ وارن تي ڇو فدا ٿين ٿو. الله تعاليٰ هر قسم جي ڀُل ۽ بيوفائي کان پاڪ آهي. بيوفائي جي بدگماني انسان سان ڪري سگهجي ٿي. تون فاني انسانن سان دوستي ڪرين ٿو حالانڪ دوستي جي قابل باقي آهي، نہ ڪي فاني. انسان تہ انسان جو ساٿ ڇڏي ڏيندو آهي چاهي سُٺو هجي يا بُرو، جيئن قافلو رواني ٽيڻ وقت باهہ کي ڇڏي هليو ويندو آهي. اُن ذات سان تعلق پيدا ڪر جيڪو هيٺانهين ۽ مٿا نهين کان آهي. نہ حضرت عيسيٰ وانگر تنهنجو ساٿ ڇڏي مٿي يعني آسمان تي هليو وڃي، نہ قارون وانگر زمين ۾ هيٺ هليو وڃي. جيستائين تون جسماني زندگي گذارين اهو توسان گڏ هجي. جڏهن تون روحاني زندگي گذارين ۽ لامڪان ۾ هجين اهو توسان گڏ رهي.

خدا جي ئي ذات آهي جيڪا انسان جي بُراين کي ڀلاين ۾ تبديل ڪري ٿي. جڏهن انسان ڪا غلطي ڪري ٿو تہ الله تعاليٰ ان کي تنبيهہ فرمائي برائي مان ڪڍي ڀلائي ڏانهن متوجهہ فرمائيندو آهي. جيڪڏهن انسان جي ڪا مقرّر عبادت فوت ٿي ويندي آهي تہ الله تعاليٰ انسان ۾ هڪ انقباضي ڪيفيت پيدا فرمائيندو آهي ۽ اها تنبيهہ هوندي آهي تہ انسان پنهنجو معمول نہ ڇڏي. عبادت ڇڏڻ تي انقباضي ڪيفيت آخرت ۾ زنجير بنجي ويندي. انقباضي ڪيفيت جيڪا هڪ ذهني شيءِ آهي، آخرت ۾ اهائي ڪيفيت زنجير جي شڪل ۾ ٿي ويندي آهي. عبادت ڇڏڻ تي انقباضي ڪيفيت جيڪا ذهني آهي اها آخرت ۾ انڌائپ اختيار ڪندي. گناهہ تي جيڪا دلي تنگي پيدا ٿيندي آهي، اها ان معصيت جو اثر هوندي آهي. جڏهن انسان ان گناهہ تي اصرار ڪندو آهي تہ نتيجي ۾ اها ئي تنگ دلي ظاهري گرفت بنجي ويندي آهي. گناهن تي اها ئي انقباضي ڪيفيت آخرت ۾ قيدخاني ۽ سزا جي صورت اختيار ڪندي گناهن تي انقباضي ڪيفيت ۽ نيڪيءَ تي انشراحي ڪيفيت پيدا ٿيندي آهي. گناهہ تي قبض واري ڪيفيت طاري هجي تہ ان جو علاج ڪري ازالو ڪرڻ گهرجي. نيڪيءَ تي انشراحي ڪيفيت پيدا ٿئي تہ اُن ۾ اضافي جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. انشراحي ڪيفيت ۾ ميوا پيدا ٿين تہ انهن مان دوستن کي فيض پهچائي. وري واپس موٽ ۽ سبا وارن جو قصو بيان ڪر تان تہ آئون توکي وري مرحبا چوان.

## سبا وارن جو باقي رهيل قصو

آں سبا ز اہلِ صبا بودند خام
کارِشاں کفرانِ نعمت باکرام

ترجمو: ”اهي سبا وارا ٻارن وانگر بي عقل هئا، انهن جو ڪم بزرگن جي نعمت کان انڪار هو.“

سبا وارا ٻارن وانگر ناقص عقل هئا. نعمت جو انڪار هيءُ به آهي ته مُحسن سان دُشمني ڪئي وڃي. سبا وارن ڪفران جي هيءَ صورت اختيار ڪئي جو انهن نعمتن کي نعمت نه سمجهيائون ۽ الله تعاليٰ کان ان جي خلاف تمّنا شروع ڪيائون ۽ جهڳڙو ڪيائون. سبا وارن تي هي احسان هو جو انهن جون آباديون ويجهيون ويجهيون هيون تان ته سفر جي تڪليف کان بچن. چئني پاسي سرسبز باغ هئا تانته انهن مان فائدو وٺن پر انهن مذڪوره ڀنهي شين کي نعمت نه سمجهيو ۽ اُن جي خلاف تمنّائون شروع ڪيائون. انساني نفس جي هيءَ خاصيت آهي ته اهو هڪ حالت تي راضي ڪونه رهندو آهي. سياري ۾ گرميءَ جي ۽ گرمين ۾ سياري جي تمّنا ڪندو آهي. نه تنگيءَ ۾ راضي آهي نه عيش ۾. انهيءَ ڪري نفس کي قتل ڪرڻ جو حڪم آهي. بزرگ نفس جو مثال نر ڇاهي سان ڏيندا آهن جيڪو ڪنهن پاسي تي ڪنڊن کان بچي چين سان نٿو رهي سگهي. نفس جي ڪنڊن کي ختم ڪرڻ جي هيءَ تدبير آهي ته خواهش کي ڇڏي ڏي. سبا وارن ايستائين زيادتي ڪئي جو اهي وبا کي صبح جي تڏڙي هير کان سٺو چوڻ لڳا. نصيحت ڪرڻ وارن ڪفر ۽ فسق کان روڪڻ چاهيو ته سبا وارا نصيحت ڪرڻ وارن جي پويان پئجي ويا ۽ انهن کي مارڻ جو ارادو ڪيائون، پر ڪفر ۽ فِسق کان باز ڪونه آيا. جڏهن خدا جي قضا آئي تڏهن هيءَ دنيا تنگ ٿي ويئي، ڇاڪاڻ ته قضاءِ خداوندي جي اڳيان انسان مجبور ٿي ويندو آهي. سُرمون جيڪو اک جي لاءِ مفيد آهي، اُن کي به اک ڪونه ڏسندي آهي. جڏهن قضا کي سمجهين ته ان وقت الله تعاليٰ کان مدد گهر. زاري ڪرڻ سان انسان قضا کان بچي ويندو آهي. ٻڪري چرڻ ۾ مشغول رهندي آهي ۽ ٻگهڙ جي لَتَ کي ڪونه ڏسندي آهي. ٻڪريون ۽ حيوان پنهنجي تباهي جي اسباب کي ڏسي ڪري بچڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ڇاڪاڻ ته حيوان شينهن جي بوءِ کي تاڙي چراگاهه کي ڇڏي ڏيندو آهي. جڏهن خدا جي غضب جا آثار پيدا ٿي وڃن تڏهن دعائون ڪرڻ گهرجن. غضب جي آثارن کي ڏسي ڪري به جيڪو هوش ۾ نه آيو اهو مصيبتن ۾ گرفتار ٿيندو. نصيحت ڪرڻ وارن انهن کي نيڪيءَ جي دعوت ڏني پر انهن نه مڃيو ۽ چيائون ته اسين خود پنهنجي ڀلائي کي سمجهون ٿا، توهان جي نصيحت جي ضرورت نه آهي. اسين خود سردار آهيون ڪنهن جا تابع نٿا ٿي سگهون. اسان کي هلاڪ ٿيڻ منظور آهي پر توهان جي اطاعت ڪونه ڪنداسون. سندن دماغ ۾ جاهليت ڀريل هئي ۽ اهي مظلومن تي ظلم ڪندا هئا پر خود ان ظلم ۾ ڦاسي ويا. نصيحت ڪرڻ وارن کي ذليل ڪيائون ۽ اُن جي سزا پو ڳيائون. سبا وارن جي لاءِ يوسف عليه السلام خود انهن جي دل هئي جيڪا حق جي طالب هئي. ان دل کي اُنهن نفس امّاره جو قيدي بنائي ڇڏيو هو. يعني روح کي جسم جي ٽنب سان ٻڌي ڇڏيائون ۽ اُن کي زخمي ڪري ڇڏيائون. اُن روح کي مادي غذائون کارائڻ چاهيائون، روح جي غذا مادي نه آهي. روح جي غذا ذڪر الله ۽ لقاء الله آهي. روحِ انساني انسان جي اِن ظلم ۽ سِتم جي خدا سان شڪايت ڪري ٿو ته اي خدا! هن پوڙهي ٻگهڙ کان فرياد آهي (يعني نفسِ امارّه کان) خدا اُن روح کي فرمائيندو آهي ته هاڻي وقت اچي ويو آهي صبر ڪر، آئون هر جاهل کان تنهنجو بدلو وٺندس. خدا مُنصف کان سواءِ ڪير انصاف ڪري سگهي ٿو؟ خدا جي صبر ڏيارڻ تي روح چوي ٿو ته هاڻي مون کي جلدي پاڻ وٽ گهرائي وٺ، ڇاڪاڻ ته مون کي نفس جي هٿان مادي تڪليفون برداشت ڪرڻيون پئجي رهيون آهن، جيئن حضور صلي الله عليه وسلم کي يهودين هٿان ۽ حضرت صالح عليه السلام کي ثمود جي قوم هٿان برداشت ڪرڻيون پئجي رهيون هيون. روح چوندو آهي ته هاڻي فراق برداشت نٿو ٿئي، يا مون کي فنا ڪر يا ته

پاڻ وٽ گهراءِ، يا تون مون وٽ اچ. خدا کان جدائي جي صورت کافر به برداشت نه ڪري سگهندا جيتوڻيڪ مومن برداشت ڪري ويندا. فراق جي وقت ڪافر پنهنجي فنا ٿيڻ جي تمنا ڪندا. فراق ۾ بيگانن جو اهو حال آهي ته پنهنجن جو ڇا حال هوندو. الله تعاليٰ فرمائيندو آهي ته پاڪ نسل تون صبر ڪر، صبر سُٺو آهي. سوره هود ۾ آهي ته حضرت جبرئيل عليه السلام حضرت لوط عليه السلام جي تسليءَ جي لاءِ چيو هو ته هاڻي صُبح ويجهو آهي انهن بدڪارن کان تنهنجو بدلو ورتو ويندو. تنهنجي ڪوششن کان منهنجي ڪوشش بهتر آهي. تنهنجي حلوي کان منهنجي ڪڙي دوا بهتر آهي. برداشت ڪر، چپ ٿي، زبان نه کول. ڪن بنجي وڃ. ڳالهه ڊگهي ٿي ويئي، مطلب ته ٻهراڙي وارو شهريءَ کي گهر وٺي ويو، سبا وارن جو قصو پوءِ بيان ڪنداسون. اهو ٻُڌ ته شهري ڪهڙي طرح ڳوٺ ۾ آيو.

**ٻهراڙي واري جي دعوت تي شهريءَ جو ڳوٺ وڃڻ واري قصي جو رهيل حصو**

روستائی در تملق شےوہ کرد

تاکہ حزم خواجہ را کالےوہ کرد

ترجمو: ”ٻهراڙي واري خوشامد جو اهڙو طريقو اختيار ڪيو جو هوشيار شهريءَ کي چريو بنائي ڇڏيائين.“

شهري پيغامن سان حيران ٿي ويو. جيئن حضرت يوسف عليه السلام جي ڀائرن حضرت يعقوب عليه السلام کي چيو هو ته ”اسين کائينداسون ۽ کيڏنداسون.“ تيئن شهريءَ جي ٻارن به چيو. انهن ئي جملن حضرت يوسف عليه السلام کي حضرت يعقوب عليه السلام جي پدري سايي کان محروم ڪري ڇڏيو هو. اها راند جي دعوت ڪونه هئي پر حضرت يوسف عليه السلام کي مارڻ جي اٽڪل هئي. حيلو، مڪر ۽ دغابازي هئي. جيڪا ڳالهه دوست کان جدائي جو سبب بنجي اُن کي نه ٻڌڻ گهرجي، معمولي فائدي جي لاءِ وڏو نقصان گوارا نه ڪرڻ گهرجي. سوره جمع ۾ هن قصي ڏانهن اشارو آهي ته هڪ دفعو مديني ۾ ڪڻڪ جو اٽو وڪڻڻ جي لاءِ قافلو آيو، ان وقت حضور صلی الله عليه وسلم جمعي جي نماز پڙهائي رهيا هئا، ڪي صحابي نماز ڇڏي هليا ويا. انهيءَ تي صحابي مورد عتاب بنيا. انهن ٿوري فائدي جي لاءِ وڏو نقصان ڪيو ۽ حضور صلی الله عليه وسلم جو ساٿ ڇڏي ڏنو. ڪن عالمن جو خيال آهي ته اهو نماز جي دوران جو قصو نه آهي پر خطبي دوران ائين ٿيو هو. بهتر اهو آهي ته ان مان جمعي جو خطبو مراد ورتو وڃي. ڏهن ٻارهن صحابين کان وڌيڪ موجود رهيا باقي ٻيا هليا ويا ته متان واپار جو مال ختم ٿي وڃي. قافلي وارن جي طبل تي ڪڻڪ جو اٽو وٺڻ هليا ويا. توهان جي حرص کي يقين نه آيو. پنهنجي رزق جي لاءِ خود ڊوڙيا حالانڪ رزق آئون آهيان. خدا ته اهو آهي جيڪو رِزق کي به رزق ڏيندو آهي. اهو تنهنجي توڪّل کي ڪيئن ضايع ڪندو؟ حقيقت ۾ نبيءَ کان جدا ٿيڻ خدا کان جدا ٿيڻ آهي. بدڪن به وڏي فائدي جي اميد تي ائين ڪيو هو. انسان ٿوري فائدي جي لاءِ وڏو نقصان ڪري ويهندو آهي.

**باز جو بدڪن کي پاڻيءَ مان جهنگ جي دعوت ڏيڻ ۽ بدڪن جو جواب**

باز خُشڪيءَ جو پکي آهي ۽ بدڪون پاڻيءَ ۾ رهن. باز بدڪن کي جهنگ جي دعوت ڏني.

باز گوےد بطو را کز آب خیز

تابہ بینی دشتہارا قند ریز

ترجمو: ”باز بدڪ کي چيو: پاڻيءَ مان نڪر تان ته تون جهنگ کي گُڙ پکيڙڻ وارو ڏسين.“

مطلب ته جهنگ ۾ عمده خوراڪ آهي. عقلمند بدڪ باز کي چيو ته پاڻي اسان جي لاءِ امن ۽ خوشيءَ جو قلعو آهي. شيطان انسان جي لاءِ ائين آهي جيئن باز بدڪن جي لاءِ هو. خبردار! پاڻيءَ جي قلعي مان نه نڪرجو. جڏهن شيطان لالچ ڏياري ته اُن کي ڏڪاريو ته هي تنهنجو ڏوکو آهي، اسين اُن ۾ ڪونه ڦاسنداسون. قلعو اسان کي ۽ گُڙ توکي مبارڪ

هجي. اسين تنهنجي هديہ جا خواهشمند نہ آهيون، اهو باغ توکي مبارڪ هجي. روزي جي باري ۾ انسان کي توڪّل کان ڪم وٺڻ گهرجي. ساهہ آهي تہ روزي گهٽ نہ ٿيندي. جيستائين لشڪر آهن جهنڊا گهٽ ڪونہ ٿيندا.

**شهري ۽ ٻهراڙيءَ واري جي قصي ڏانهن واپسي**

خواجہ حازم بسے عذر آورید

بس بہانہ کرد بادیوِ مَرید

ترجمو: ”هوشيار شهريءَ گهڻا عذر ڪيا، سرڪش شيطان سان گهڻا بهانا ڪيائين.“

ڳوٺاڻي کي چيائين تہ مون کي هتي ضروري ڪم آهي. تو وٽ ايندس تہ ڪم رلي ويندو. بادشاهہ مون کي هڪ نازڪ ڪم چيو آهي جنهن جو ڪيس انتظار هوندو. بادشاهہ جو ڪم نہ ڪندس تہ شرمندگي ٿيندي. هر صبح ۽ هر شام هڪ خاص سپاهي ايندو آهي. هاڻي جيڪڏهن تو وٽ ايندس تہ بادشاهہ ناراض ٿي ويندو. بادشاهہ ناراض ٿيو تہ زنده درگور دفن ڪندو. نيٺ شهريءَ جا بهانا تقدير خداوندي جو مقابلو نہ ڪري سگهيا ۽ اُن کي ڳوٺ وڃڻو پيو. قضا جي اڳيان انسان مجبور آهي جيئن زمين سج جي تپش برداشت ڪرڻ تي مجبور آهي، اهڙي طرح انسان قضا جي مقابلي ۾ لاچار آهي. حضرت ايوبؑ وانگر صبر ڪر ۽ پاڻ کي اُن جي حوالي ڪر. انسان مٽيءَ مان ٺهيو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ ”اي انسانو! اسان توهان کي زمين جي مٽيءَ مان پيدا ڪيو ۽ ان ۾ توهان کي واپس موٽائينداسون.“ خاڪساريءَ ڪانپوءِ سُرخروئي حاصل ٿيندي آهي. ٻج مِٽيءَ ۾ ملي ڪري وڌندو ويجهندو آهي، انسان خاڪي پيڪر بنبو تہ ٻيو دفعو وڏا مرتبا حاصل ڪندو. پاڻي بُلنديءَ مان پستيءَ ۾ وڃي ٿو. وري ٻاڦ بنجي بلنديءَ ڏانهن وڃي ٿو يا ڪوهہ مان ٻاهر ڪڍيو وڃي ٿو يا انسان جو جُز بنجي ٿو. ڪڻڪ جو داڻو مٽيءَ ۾ ملي ٿو پوءِ وري سرسبز سائو سلو بنجي اُڀري ٿو. پاڻي آسمان مان وسيو، پوءِ زمين مان نڪري انسان جو جُز بنيو ۽ انساني صفتون اختيار ڪري عرش تائين پُهتو. اسين بہ زنده جهان مان آياسون، پوءِ پستيءَ مان بُلندي ڏانهن وياسون. سيئي اجزاء حرڪت ۽ سڪون ۾ چون ٿا تہ اسين اُن ڏانهن موٽڻ وارا آهيون. ڪائنات جو ذرو ذرو الله جي تسبيح ڪري ٿو.

جڏهن قضا طِلسم ڪرڻ جو ارادو ڪيو تہ ٻهراڙي واري شهريءَ کي مات ڏني. هزارين احتياطن جي باوجود شهري هارائي ويو. شهريءَ کي پنهنجي عقل تي گهمنڊ هو. شهري جبل تہ هو پر اُن کي سيلاب وهائي ويو. جڏهن قضا ايندي آهي تڏهن سڀ عقلمند انڌا ٿي ويندا آهن. مڇي پاڻيءَ مان ٻاهر نڪرندي آهي، پکي ڄار ۾ ڦاسي پوندو آهي، هاروت بابل ۾ هليو ويندو آهي، ديوَ ۽ پريون بوتل ۾ بند ٿي ويندا آهن (جنن ۽ پرين جو بوتل ۾ بند ٿيڻ هڪ شاعرانہ ۽ عاميانہ خيال آهي) هڪ موقعي تي حضرت عمرؓ فرمايو هو تہ نَحْنُ نَفِرُّ مِنْ قَدَرِ اللهِ اِلٰى قَدَرِ الله ”اسين الله جي قضا کان الله جي ٻي قضا ڏانهن ڀڄڻ اختيار ڪريون ٿا.“ قضا کان ڪا تدبير توکي آزادي نٿي ڏياري سگهي.

**ضروان وارن جو قصو ۽ انهن جو هٺ پير هڻڻ، تان تہ اهي فقيرن جي زحمت کان بچي باغ جا ميوا پٽين**

يمن ۾ صنعاء جي ويجهو هڪ ڳوٺ آهي، اُن جي رهاڪن جو اهو قصو قرآن شريف ۾ ذڪر ڪيل آهي.

قصہء اصحاب ضرواں خواندۂ

پس چرا درحیلہ جوئی ماندۂ

ترجمو: ”ضروان وارن جو قصو پڙهيو اٿئي، پوءِ تون ڇو حيلہ جوئي ۾ لڳو آهين؟“

ضروان وارن، فقيرن کي محروم ڪرڻ جي تدبير سوچي. سڄي رات سوچيندا رهيا. آهستي سس پس اِن لاءِ ڪري رهيا هئا تہ خدا سندن سازش کي نہ ٻُڌي سگهي. ڇا هٺ دل کان پنهنجو ڪم مخفي رکي سگهن ٿا؟ قرآن

شريف ۾ آهي تہ اَلَا يَعۡلَمُ مَنۡ خَلَقَ ؕ وَهُوَ اللَّطِيۡفُ الۡخَبِيۡرُ ﴿۱۴﴾ (الملڪ-١٤) ”بيشڪ اهو ئي ڄاڻي ٿو، اُن ڪي جنهن ڪي اُن پيدا ڪيو آهي،اهو مهربان ۽ باخبر آهي“. هاڻي خواجہ جي ڳالھ ٻُڌ تہ اهو شهر ڏانهن ڪيئن ويو ۽ ڪيئن سزا پيو ڀڳيائين. ڪنهن ڏکويل جو داستان ٻڌڻ اُن تي وڏو احسان هوندو آهي اُن سان هُن جي دل جو غم هلڪو ٿيندو آهي. شهر جي رستي تان ڳوٺ ڏانهن ويندي ڪھڙيون تڪليفون برداشت ڪيون. اُن جي دل غم جي دُونهن سان ڀريل هوندي آهي. تنهنجو ٻڌڻ ڄڻ هڪ سوراخ آهي جنهن جي ذريعي اُن جي دل جو دونهون خارج ٿئي ٿو. جڏهن تنهنجو سلوڪ راهِ حق آهي ۽ عُروج حاصل آهي تہ اسان کي بہ معيّت جو شرف بخش. تردّد جي ڪيفيت عروج جي لاءِ نقصانڪار آهي. اهو تردّد الله جي رستي جو لَڪ آهي. لڪ لنگھڻ ڏکيو هوندو آهي. اهو شخص قابلِ مبارڪباد آهي جنهن جو پير آزاد آهي. اهڙي شخص لاءِ تردڌ جي ڪيفيت اُن جي لاءِ سلوڪ کان مانع نہ آهي، اُن جي تابعداري ڪر. هرڻ جي مُشڪ حاصل ڪرڻي آهي تہ اُن جي نقشِ قدم تي هلڻ سان ئيٽ اُن جي مُشڪ حاصل ٿيندي جيڪا اُن جي دُن ۾ هوندي آهي. آثارن مان ئي ذات تائين رسائي ٿيندي. انهن مجاهدن جي ذريعي تون روشن بلندي ڏانهن وڃي رهيو آهين. جڏهن توکي الله جي طرفان بشارت حاصل ٿي ويئي آهي تہ دريا، موج ۽ رستي جي هين مشڪلاتن کان نہ ڊڄڻ گھرجي. ڊپ اُن جي لاءِ آهي جنهن کي ڊپ نہ آهي. غم اُن جي لاءِ آهي جنهن کي هتي طوّاف جو موقعو نہ آهي. ڊپ جي طاري هجڻ ۾ نشاني آهي تہ لَا تَخَفۡ(هود- ٧٠) جو مقام حاصل ٿيندو. جيڪو خوف کان بلڪل خالي آهي، اهو اُن جي محرومي ۽ جو دليل آهي.

**شهريءَ جو ٻارن سان گڏ ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيڻ**

خواجہ درکار آمد و تجہیز ساخت

مُرغِ عزمش سوئے دہ اشتاب تاخت

ترجمو: ”شهري سنبت شروع ڪئي، سامان تيار ڪيائين، هُن جي ارادي جو پکي جلد ڳوٺ ڏانهن اُڏاڻو.“

گھر وارن ۽ ٻارن سفر جي تياري ڪئي. ارادي جي ڏِکي تي سامان لڏيائون. خوش ٿي رهيا هئا تہ اسين ڳوٺ جا ميوا کائينداسون، اتي اسان جو دوست سخي ۽ دل نواز آهي، هُن اسان کي هزارين تمنّائن سان گھُرايو آهي ۽ سخاوت جو وڻ لڳايو آهي. ان ڳوٺ مان سياري جي لاءِ گھڻا تحفا کڻي ڪري واپس موٽنداسون. سا ٿيو! جلدي تياري ڪريو. اندر مان عقل چئي رهيو هو تہ خوش نہ ٿيو ڇاڪاڻ تہ ڳوٺ پهچڻ ڪانپوءِ محرومي ۽ مايوسي ٿيندي، دنيا جون لذتون زياده خوشيءَ جو سبب نہ هئڻ گھرجن. دنيا جون خوشيون فاني آهن. دنيا جون مرغوبات ۽ شيون تنهنجي لاءِ آزمائش جو سبب آهن. آخرت جو فڪر بي بها خزانو آهي. جنهن جو عقل پُختو نہ آهي اهو دنياوي لذتن ڏانهن ڊوڙندو آهي. تير لِڪل ڪونہ هوندو آهي پر ڪمان انسان جي پنهين اکين کان لِڪل هوندي آهي. تير هلي رهيو آهي، ڪمان لِڪل ۽ غائب آهي. هڪ جوان تي پيريءَ جا سو تير پهچن ٿا. دل جي جهنگ ۾ قدم رکڻ گھرجي ڇاڪاڻ تہ دل جي دنيا مضبوط قلعو آهي جنهن ۾ قسمين قسمين باغ ۽ باغيچا آهن. دل جي دنيا شهر وانگر آهي ۽ خارجي دنيا ڳوٺ وانگر آهي. بزرگ روميؒ فرمائي ٿو تہ ڳوٺ مان مراد ناقص شيخ آهي. حضورﷺ جن جي حديث آهي تہ مَنۡ سَكَنَ الۡبَادِيَةَ جَفَا ”جنهن ڳوٺ جي سڪونت اختيار ڪئي اهو سخت دل بنيو.“ ڳوٺ ۾ هڪ ڏينهن گذارڻ سان انسان هڪ مهيني جي لاءِ بي عقل ٿي ويندو آهي ۽ جيڪڏهن هڪ مهينو ڳوٺ ۾ رهيو تہ اهو سڄي عمر بي عقل رهندو، ڇاڪاڻ تہ اتي گاهہ کان سواءِ ٻيو ڇا هوندو! هتي ڳوٺ مان مراد ناقص شيخ آهي جيڪو فقط مشائخن جو نقل ڪندو آهي. **شيخ ڪامل جي اعتبار سان اهو ناقص شيخ هُرلي جو ڍڳو آهي. ان ڳالھ ڪي اتي رهڻ ڏي، موتي ڇڏي ڏي، حڪمت جون ڳالهيون وٺ. جيڪڏهن حقيقت حاصل نہ ٿئي تہ صورت کي اختيار ڪرڻ گھرجي. صورت سيرت جو وسيلو**

آهي. مشهور مقولو آهي تہ اَلۡمَجَازُ قِنۡطَرَةُ الۡحَقِيۡقَةِ "مجاز حقيقت تائين پهچڻ جي پُل آهي." هر انسان پهريان پُتلو بڻيو پوءِ ان ۾ روح آيو آهي. پهريان ميوي جي صورت بڻبي آهي پوءِ اُن ۾ لذت ايندي آهي. اسباب ۽ ذريعا پهريان حاصل ڪرڻا پوندا آهن تڏهن مقصود حاصل ٿيندو آهي. پهريان تنبو تيار ڪيا آهن، ان ڪانپوءِ سردار کي مهمان بڻائي آڻبو آهي، تنهنجي صورت تنبو آهي ۽ معنيٰ يعني سيرت سردار آهي.

**شهر واري ۽ اُن جي ٻاتين جو ڳوٺ ڏانهن وڃڻ**

بہر حق ایں را رہا کن یک نفس

تا خر خواجہ بجنباند جرس

ترجمو: "خدا جي واسطي هن ڳالهہ کي ٿوري دير جي لاءِ ڇڏي ڏي تان تہ سردار جو گڏهہ گهنٽي وڄائي."

شهريءَ ۽ سندس ٻارن سامان تيار ڪيو، سواريءَ تي چڙهي ڳوٺ ڏانهن روانا ٿيا. گڏهہ مٽريون وڄائيندا وڃن پيا. مشهور مقولو آهي تہ اَلسَّفَرُ وَسِيۡلَةُ الظَّفَرِ "سفر ڪاميابيءَ جو ذريعو آهي." سفر جي ڪري غلام، ڪيخسرو (ايران جو مشهور شهنشاهہ) بڻجي ويندو آهي. سفر ڪانسواءِ چنڊ ڪيئن حسين بڻجي سگهي ٿو؟ پيادو سفر ڪري عقل جو فرزين (جيڪو بادشاهہ ڪانپوءِ سڀ کان وڏيڪ طاقت وارو مهرو ٿيندو هو) بڻجي ويندو آهي. سفر سان حضرت يوسف عليه السلام مرادون حاصل ڪيون. سفر ۾ هو ڏينهن جو سج برداشت ڪندو هو. رات جو ستارن جي سڃاڻپ سان سفر طئي ڪندو هو. هاڻي بزرگ روميؒ چند مثال ڏيئي سمجهائي ٿو تہ محبوب لاءِ مقصد جي ڪري رستي جون سختيون خوشگوار بڻجي وينديون آهن. مِٺن چپن واري کان دڙڪو بہ دلداري لڳندو آهي. گلن جي ڪري ڪنڊا بہ دلڪش لڳندا آهن. معشوق جي ڪري ٽوهہ ڪارڪ بڻجي ويندو آهي. گهر زال جي ڪري باغ بڻجي ويندو آهي. ڪيترا ئي نازڪ بدن محبوب جي اميد تي سختيون برداشت ڪندا آهن. لوهار پنهنجو مُنهن اگرن سان ڪارو ڪندو آهي تان تہ رات اچي تہ چنڊ جهڙي منهن واري جي چُمي وٺي. انسان محبوب زال جي لاءِ سڄو ڏينهن ڪمائي ۾ لڳو رهندو آهي. انسان پنهنجي هٿ جي ڪماين ۾ مُئل شين لوهہ، ڪاٺي وغيره سان جيڪا محنت ڪري ٿو ۽ انهن کي قيمتي بڻائي ٿو، اهو ڪنهن محبوب اولاد يا زال جي ڪري ڪري ٿو. واڍي ۽ لوهار جي محبت فاني محبوب جي لاءِ آهي. ڇاڪاڻ تہ فاني شين جي محبت عارضي آهي. ماءُ پيءُ جي محبت، ڪير پيارڻ واري جي محبت، اهي سڀئي محبتون عارضي ۽ چند ڏينهن جي لاءِ آهن. ٻار جي اسڪول کان نفرت بہ عارضي آهي. مجازي محبوب تي حقيقي محبوب جو پرتو ۽ پاڇو پوندو آهي. انهيءَ جي ڪري اهو محبوب بڻجي ويندو آهي ڪائنات جو حسن عارضي آهي. اهو محض ان ڪري آهي تہ سمورين شين تي الله جي حُسن جو پرتو پيو آهي. هڪ وقت ايندو آهي تہ اهو عارضي حُسن اصل ڏانهن موٽندو آهي. تڏهن اهو عارضي، حسين نہ رهندو آهي، جڏهن عارضي حسن هليو ويندو آهي تہ اُن محبوب سان نفرت پيدا ٿي ويندي آهي. دنيا جي جن شين تي ذات باري جي پرتوي سان عارضي حُسن آهي انهن تي فريفتہ ٿيڻ نہ گهرجي. ڪائنات جو حُسن عارضي آهي. عارض جي رفع ٿيڻ تي انهن جي بدصورتي واضح ٿي ويندي آهي. نور جي، ديوار تي عارضي چمڪ آهي انهي ڪري سج سان تعلق پيدا ڪرڻ گهرجي. پاڻي جو چشمو آسمان آهي. ناري مان وقتي طور تي پاڻي حاصل ٿي سگهي ٿو. حقيقتي لذتن جو مرڪز ذات باري تعاليٰ آهي. شهري ڏوکي ۾ مبتلا ڳوٺ ڏانهن ڊوڙي رهيو هو. سون کي ڳند ۾ بدل سمجهي رهيو هو، شهري ۽ اُن جو اولاد ڳوٺ ڏانهن وڃي رهيو هو ۽ هي خيال هون تہ مقصد انهن جي هٿ ۾ اچي چُڪو آهي ۽ سمجهي رهيا هئا تہ ڳوٺ ۾ پهچي مزو وٺنداسين. ڳوٺ مان هر ايندڙ سان محبت جو اظهار ڪري رهيا هيا ۽ پُڇي رهيا هئا تہ تو اسان جي دوست جو چهرو ڏٺو آهي يعني ان ڳوٺاڻي جو، جنهن اسان جي دعوت ڪئي آهي. تون اسان جي محبوب جي اک آهين.

**مجنون جو ان ڪُتي کي نوازڻ جيڪو ليليٰ جي گهٽيءَ ۾ رهندو هو**

هن حڪايت مان مقصد هي آهي تہ محبوب جي در جو ڪتو بہ محبوب هوندو آهي، انهيءَ ڪري مجنون ان ڳوٺ جي هر شيءِ سان محبت جو اظهار ڪري رهيو هو.

*همچو مجنوں کو سگے را می نواخت*
*بوسہ اش می داد پیشش می گداخت*

ترجمو: ”مجنون وانگر اهو هڪ ڪتي کي نوازيندو هو. ان کي چُمندو هو ۽ ان تي جان قربان ڪندو هو.“

مجنون ڪُتي جو ائين طواف ڪندو هو جيئن حاجي ڪعبي جو طواف ڪندو آهي. ڪڏهن ان جو مٿو ۽ پير چمي ٿو ۽ ڪڏهن اُن کي ڳَڙ ۽ گلاب وارو شربت پيو پياري! هڪڙي بيهودي چيو: اي چريا! هي ڪهڙي حرڪت آهي جيڪا تون ڪرين ٿو. ڪتو پليتي کائي ٿو. پنهنجي وات سان پنهنجي مقعد چٽي ٿو. اهو همراهہ ڪتي جا عيب ٻُڌائي رهيو هو. مجنون جيڪو ليليٰ جي ڪتي سان محبت جو اظهار ڪري رهيو هو، تنهن چيو تہ تون مُجّسم نقش ۽ صورت آهين. اندر اچ ۽ اُن کي منهنجي اک سان ڏس، اهو طلسم مولا جو قائم ڪيل آهي. هي ليليٰ جي گهٽي جو محافظ آهي. ڪُتي جي ظاهر کي نہ ڏس پر اُن جي وصفن تي نظر ڪر تہ هن ڪهڙي جڳهہ پسند ڪئي آهي ۽ ٺڪاڻو بنايو اٿس. اهو منهنجو همدرد ۽ غمر خوار آهي. ان ڪتي جو وار وار ڏيئي ڪري بہ شينهن کي نٿو خريد ڪري سگهجي. جڏهن مجازي محبوب جي ڪتي سان اهو تعلق هوندو آهي تہ محبوب حقيقي جي تعلق وارن شين سان ڪيتري قدر محبت هجڻ گهرجي. جيڪڏهن انسان صورت پرستيءَ ڪان بلند ٿي وڃي تہ پوءِ حقيقت جي جنت جو سير ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن انسان پنهنجو بت ٽوڙي ڇڏي تہ پوءِ بت شڪني ڪري سگهي ٿو. خوديءَ جي خاتمي سان حيدري قوت حاصل ٿي سگهي ٿي. شهري ۽ اُن جو اولاد صورت پرستي ۾ مبتلا ٿي ويو هو انهيءَ ڪري ٻهراڙي واري جي سٺيين ڳالهين ۾ ڦاسي پيو. ان ٻهراڙي واري جون ڳالهيون ائين هيون جڻ ڄار يا رڃ جي پر ۾ پيل داڻا! لالچي پکي داڻا تہ ڏسندو آهي، رڃ تي نظر نہ ڪندو آهي. شهري ڳوٺاڻي جي ڳالهين کي سخاوت تي محمول ڪيو ۽ لالچ ۾ اوڏانهن وڃڻ لڳو. شهريءَ کي ڳوٺاڻي جي ڳالهين ايتري قدر خوش ڪيو جو ڪجهہ بہ نہ سوچيائين. ڳوٺ ۾ پهچي ويو. اهو دعوت ڏيڻ واري ڳوٺاڻي جو ڳوٺ نہ هو. شهري سڄو مهينو هڪڙي ڳوٺ مان ٻئي ڳوٺ ۾ ڦرندو رهيو. جيڪو استاد ۽ سونهين جي رهبري ڪان سواءِ هلندو اُن جو اهو ئي حال ٿيندو جيڪو اُن شهريءَ ۽ سندس ٻارن ٻچن جو ٿيو. ڪجهہ حاصل ڪونہ ٿيندس، اهو مذاق جو سبب بڻبو. ظاهري اسباب ڪان سواءِ مقصد کي پهچڻ بلڪل ائين ئي نادر آهي جيئن ماءُ پيءُ ڪان سواءِ ٻار جو پيدا ٿيڻ آهي. معروف طريقي تي محنت ڪرڻ سان مقصد حاصل ٿيندو آهي. اها حضورﷺ جي خصوصيت هئي جو استاد ڪان سواءِ براهِ راست ذاتِ خداوندي ڪان ڪين علوم حاصل ٿيا ۽ عوام کي قلم جي ذريعي ئي تعليم ڏني ويندي آهي. ڳوٺ جي رستي ۾ شهري ۽ اُن جي اولاد کي گهڻين تڪليفن جو مُنهن ڏسڻو پيو. پوءِ اهو شهري ڳوٺ ۽ ڳوٺاڻن ڪان نفرت ڪرڻ لڳو.

**شهريءَ جو ڳوٺ ۾ پهچڻ ۽ ڳوٺاڻي جو اڻوڻندڙ رويو اختيار ڪرڻ**

*بعد ماہے چوں رسیدند آں طرف*
*بینوا ایشاں ستوراں بے عَلَف*

ترجمو: ”جڏهن اهو اُن ڏانهن هڪ مهيني ڪان پوءِ پهتو تڏهن اهو بي سرو سامان هو ۽ جانورن لاءِ چارو بہ نہ هو.“

اهو ڳوٺاڻو ڏينهن جو لِڪو وتندو هو تان تہ اهي هن جا مهمان نہ بنجن. اهڙن نالائقن ڪان مُنهن لِڪائڻ بهتر

آهي. گهڻا اهڙا ڇهرا آهن جو شيطان مکين وانگر انهن جي حفاظت ڪندو آهي ته متان نيڪ ڪم نه ڪري وڃهي. قرآن شريف ۾ ابوجهل جي متعلق آهي ته لَنَسۡفَعًۢا بِالنَّاصِيَةِ ﴿۱۵﴾ (العلق-١٥) "اسين ضرور اُن جي پيشاني پڪڙي گهليندا سين." جڏهن شهريءَ گهر معلوم ڪيو ته پنهنجن وانگر اوڏانهن ڊوڙيو. گهر وارن دروازو بند ڪري ڇڏيو. شهري ڇرين جهڙو ٿي ويو. دروازي بند هجڻ جي ڪري سياري جي رات ٻاهر پيو هو ۽ ڏينهن جو سج جي گرمي ۾ ويٺو هو ڇاڪاڻ ته پئسا ختم ٿي چڪا هئا، مجبورن اتي رهڻو پيو. بُک ۾ اپرو شينهن مُردار به کائيندو آهي. ان شهري ڳوٺاڻي کي ڏسي سلام ڪري ۽ پنهنجو تعارف ڪرايو پر ڳوٺاڻي سُڃاڻڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. اهو ڳوٺاڻو بزرگيءَ جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو ۽ دنيا کان بي تعلّقي ۽ الله تعالىٰ سان والهانه محبت جو اظهار ڪرڻ لڳو ته خدا جي عشق سبب مون کي پنهنجو به پتو نه آهي. شهري همراه چيو ته پوءِ هي ڏينهن قيامت جهڙو آهي ڇاڪاڻ ته اُن ڏينهن پاءُ پاءُ کي ڪونه سُڃاڻندو. شهري چوڻ لڳو ته مون توکي فلاڻو سامان خريد ڪري ڏنو هو، هاڻي اهو راز، راز نه رهيو آهي. ڇا تون مهينن جا مهينا منهنجو مهمان ٿي نه رهيو آهين!؟ وات ڪائيندو آهي اک شرمائيندي آهي. ڳوٺاڻو چوڻ لڳو ته ڪهڙي بڪواس ڪرين ٿو، آئون توکي نٿو سڃاڻان. چار راتيون ۽ چار ڏينهن ائين گذري ويا، پنجين رات آسمان ۾ جُهڙالو ٿيو ۽ ڏاڍو مينهن پيو، شهريءَ کي انتهائي تڪليف پهتي، تڏهن شهريءَ دروازو کڙڪايو ۽ سوين خوشامدون ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته مون سڀ ڪجهه ڇڏيو، منهنجو جيڪو خيال هو اهو مون ختم ڪيو. هن مصيبت جو هڪڙو ڏينهن سال برابر هو، ڇاڪاڻ ته شهريءَ اهي تڪليفون ڪونه ڏٺيون هُيون، عادت جي خلاف جيڪي ڪجهه ڪرڻو پوندو آهي اُن سان تڪليف ٿيندي آهي. جيڪڏهن اُن ڪم جي عادت هجي ته پوءِ اها تڪليف، تڪليف ڪونه رهندي آهي. شهري ڳوٺاڻي کي چوڻ لڳو ته تنهنجي محبت جو سج زوال پذير آهي. جيڪڏهن تون مون کي ماري به وڃهين ته به توکي خون معاف آهي. اج رات برسات پئجي رهي آهي، ڪا اهڙي جڳهه اسان کي ڏي ته اسين مينهن کان بچي رات گذاريون. ڳوٺاڻي چيو ته مال جو واڙو آهي جنهن ۾ اهو چوڪيدار رات جو بگهڙ کان بچاءُ ڪندو آهي. چوڪيدار هٿ ۾ تير ڪمان ڪٺي ويهندو آهي. اها جڳهه خالي آهي، جيڪڏهن تون اها خدمت بجا آڻين ته جڳهه حاضر آهي. شهريءَ چيو ته تير ڪمان مون کي هٿ ۾ ڏي، آئون اج رات اها خدمت بجا آڻيندس. جڳهه سوڙهي هئي پر مجبوريءَ سبب شهري ٻارن ٻچن سوڌو ان جڳهه ۾ آيو. سيئي سوڙهه ۾ هڪ ٻئي سان جهيڙي رهيا هئا ۽ چون پيا ته اهائي اسان جي سزا آهي، جيڪو ڪميڻن جو دوست ٿيندو آهي، جيڪو بزرگن جي صحبت کي ڇڏي ڪري دنيادار جي صحبت ڏانهن ڀڄي ٿو اهو نه گهر جو رهي ٿو نه گهاٽ جو. جيئن ان شهريءَ جو حال ٿيو. بادشاهن وٽ ساز و سرود کان سواءِ ڪجهه به نه آهي. روح جي مقابلي ۾ شهري (اهي ماڻهو جيڪي ظاهري علوم، فنون، تهذيب ۽ تمّدن سان وابسته آهن) خود چور ۽ ڏاڙيل آهن. ڀهراڙيءَ واري جي ڪهڙي ڳالهه آهي. اها اُن جي سزا آهي جيڪو عقل جي تدبير کان سواءِ هليو. جڏهن شرمندگي تهه ۾ پُهچي وڃي اُن وقت غلطيءَ جو اقرار ڪو فائدو ڪونه ڏيندو. انتهائي شرمناڪ ڪم ڪرڻ کانپوءِ شرمندگي مان ڪهڙو فائدو؟

شهري ڪمان تاڻيو بگهڙ کي ڳولي پيو. مڇر ۽ ٻيا جيت اُن لاءِ بگهڙ هئا جيڪي اُن کي چڪ هڻي رهيا هئا، مطلب ته هر مڇر ۽ مک اُن جي لاءِ بگهڙ هو، پر شهري اُن جي پرواهه ڪرڻ کان سواءِ بگهڙ جي ڳولا ۾ هو. بگهڙ جي ڊپ کان بگهڙ جي ڳولا ۾ ايتري قدر مشغول هو جو مڇر اڏائڻ جي به فُرصت ڪونه هيس. ائين اڌ رات ڏڪندي گذاريائين. اوچتو بگهڙ جهڙي صورت دڙي تي ڏٺائين جنهن پنهنجو مٿو اُبو ڪيو ته شهريءَ تير ڇڏيو ۽ ان کي ماري وڌائين. جانور ڪرڻ سان اُن جي پيٽ مان هوا خارج ٿي. ڀهراڙي واري دانهن ڪئي ته تير سان تو منهنجو ڪودو (گڏهه جو ڦر) ماري ڇڏيو. شهريءَ چيو ته نه، هن جي شڪل بگهڙ جهڙي آهي. ڳوٺاڻي چيو ته نه، مون ٻُڌ مان سمجهيو ته تو ڪودو ماريو آهي. خدا ڪري توکي ڪڏهن به ڪشادگي نصيب نه ٿئي. شهريءَ چيو ته هن وقت رات آهي، صورتون

هڪ جهڙيون آهن ۽ مٿان آسمان ۾ جُهڙ ۽ برسات به آهي. پر ڳوٺاڻي چيو ته نه آئون نٽ ائين سُڄاڻان ٿو جيئن مسافر سامان کي سڃاڻندو آهي يا جيئن پاڻي ۽ شراب ۾ فرق آهي تيئن آئون سڃاڻان ٿو ته تو گڏهه جو ڦر ماريو آهي. شهري ڪاوڙجي پيو. ڳوٺاڻي کي گلي مان جهليائين ۽ چوڻ لڳو: تو مڪر ۽ ٺڳي ڪئي آهي. هيڏي اونداهي ۾ تون گڏهه جو نٽ سُڃاڻين ٿو پر مون کي نٿو سُڃاڻين. تو ڀنگ يا آفيم کاڌو آهي ڇا؟ جو ڏهن سالن جو ساٿي نٿو سُڃاڻين ۽ پاڻ کي خدا جو عاشق سڏائين ٿو. ۽ چوين ٿو ته آئون ڪنهن کي نٿو سڃاڻان خدا جي عشق ۾ ٻُڏل آهيان. اهو به ياد نه اٿم ته ڪلهه ڇا کاڌو هئم. هيءُ دل مقام حيرت کان سواءِ ڪنهن شيءِ مان خوش نه آهي. مون کي معذور سمجهه. جيئن مست ۽ ڀنگ پيئڻ واري جو طلاق ۽ واپار معتبر نه آهي. اهو ٻار وانگر آزاد آهي. امام شافعيؒ وٽ شراب سان مدهوش جي طلاق ۽ واپار واقع ڪونه ٿيندو آهي. اها مستي جيڪا الله جي خوشبوءِ سان پيدا ٿئي، اهڙي مستي شراب جا سؤ مٽ به نٿا پيدا ڪري سگهن. اُن شخص کي مڪلّف بڻائڻ ڪيئن جائز ٿيندو. ڪِريل گهوڙي تان بار لاٿو ويندو آهي. انڌي ۽ منڊي تي گناهه نه آهي پر انڌائپ ۽ منڊائپ جهڙي ڪا مصيبت نه آهي. گڏهه جي ڦر تي ڪير بار لڏيندو. شيطان کي فارسيءَ جو سبق ڪير پڙهائيندو مطلب ته آئون الله جي معاملي ۾ هوش ۾ آهيان ۽ پنهنجي معاملي ۾ بي خبر آهيان. تون بي خبري جي ٻٽاڪ هڻين ٿو ۽ الله جي عاشقن وانگر ها هو ڪرين ٿو ۽ چوين ٿو ته آسمان ۽ زمين ۾ فرق نٿو ڪري سگهان. تنهنجي دعوائن جو الله تعاليٰ امتحان ورتو. تون مقامِ فنا ۾ پهچڻ جي دعويٰ ڪري رهيو هئين. الله تعاليٰ ثابت ڪيو ته تنهنجي اها دعويٰ غلط آهي، توکي گڏهه جي نٽِ خوار ڪري ڇڏيو. جڏهن ڪو عشقِ الاهي جي دعويٰ ڪندو آهي ته اُن جي آزمائش شروع ٿي ويندي آهي. جيتوڻيڪ عوام اُن کي امتحان ڪونه سمجهندو آهي پر خاصانِ خدا دعويٰ جي حقيقت کي سُڃاڻي وٺندا آهن.

### جيڪو پاڻ کي هرو ڀرو ڪامل سڏائيندو ان جي سڃاڻپ جو اشارو

چوں کند دعویٰ خیاطی کسے
افگند درپیشِ او شہ اطلسے

ترجمو: "جڏهن ڪو درزي هجڻ جي دعويٰ ڪندو آهي ته بادشاهه اُن جي اڳيان اطلس (هڪ ريشمي ڪپڙو) اُڇلائيندو آهي."

۽ چوندو آهي ته هن مان ڪشادي قبا تيار ڪر ته دعويٰ جو امتحان ٿي وڃي. جيڪڏهن غلط ۽ صحيح جو امتحان نه هجي ته جنگ ۾ هر ڪڏڙو رُستم بنجي وڃي. ڪڏڙو فرض ڪر ته زره پاتل هجي، تڏهن به زخم لڳڻ تي هٿيار اُڇلائيندو ۽ پنهنجو پاڻ کي قيدي بڻائيندو. الله جو شراب سچو هوندو آهي ڪوڙو ڪونه هوندو آهي. تو لسي پيتي آهي، تون پنهنجو پاڻ کي جُنيدؒ ۽ بايزيد بڻائي رهيو آهين ۽ چوين ٿو ته ڪُهاڙي ۽ ڪُنجي ۾ ڪو فرق نه آهي. ڪاهلي ۽ سستي، حرص ۽ لالچ کي تون ڪيئن لڪائيندين؟ تون پاڻ کي منصور حلاجؒ بڻائي دوستن جي حق تي ڏاڙو هڻين ٿو. ابوبڪرؓ ۽ عمرؓ ۾ فرق نٿو ڪرين. ڏسڻ ۽ ٻُڌڻ کان سواءِ تصديق ڪرين ٿو پر ڪودي جو نٽ سڃاڻي وڃين ٿو. گاهه نه کاءُ، تون چورن جو ساٿي آهين. پاڻ کي سالڪن کان گهٽ سمجهه. مڪاري ڇڏي، عقل ڏانهن ڊوڙ. نقلي پَرَ آسمان تي ڪڏهن اڏامندا؟ تو پاڻ کي خدا جو عاشق بڻايو آهي ۽ تنهنجي دوستي ڪاري شيطان ۽ اُن جي پوڄارين سان آهي. قيامت ۾ عاشق ۽ معشوق گڏ پيش ٿيندا. تو پنهنجو پاڻ کي ديوانو ۽ مدهوش بڻايو آهي. انگور جو خون نه، پر اسان جو رت چوسيو آهي. الله خالق تون مخلوق. مخلوق کي لامحاله اُن سان قرب حاصل آهي. الله وارن جو قُرب محض خالق ۽ مخلوق وارو قرب نه آهي پر اهو خاص قرب آهي. حضرت داودؑ کي جيڪو قرب حاصل هو ان جو نتيجو هي هو ته اُن جي هٿ ۾ لوهه ميڻ بنجي ويندو هو. خالي خالقيت ۽ مخلوقيت جي تعلّق سان اها ڳالهه پيدا نٿي ٿئي. الله تعاليٰ هر انسان جي شهه رگ کان به ويجهو آهي ۽ پنهنجي رزاقي

جي اعتبار سان بہ سڀ کان وڌيڪ قريب آهي. اهو قرب تہ سيني کي حاصل آهي. جيڪي الله جي دربار جا قرّب آهن انهن کي عشق جو قرب حاصل ٿيندو آهي. قرب جا ٻہ قسم هوندا آهن. سج جبل تي بہ چمڪي ٿو تہ سون تي بہ، پر سون سان سج جو قرب آهي جيڪو بنا ميوي واري وڻ کي خبر ئي نہ آهي. ٻين وڻن جا ميوا سج جي قرب سان پچندا آهن. آلي شاخ (ٽاري) تي سج جي ڪري ميوا پچندا آهن. سُڪل ٽاريءَ کي سج جو قرب اجان وڌيڪ سُڪائيندو. اهو غير واقعي مستيءَ جو اظهار شرمندگيءَ جو سبب ٿيندو. ڪاملن جي ديوانگي عقلمندن جي لاءِ باعثِ رشڪ آهي. دنيا جي دولت ناقص آهي. معارفِ الاهيہ جو شراب پيئڻ تہ درڪنار، توڪي اُن جو تصوّر بہ حاصل ڪونہ ٿيو آهي. تون مستن وانگر هيڏانهن هوڏانهن ٿِڙين ۽ ڪرين ٿو. جيڪڏهن انسان حقيقت تائين پهچي وڃي تہ جيڪر شوق سان وجد ۾ اچي وڃي. جڏهن موت جو وقت نہ آهي تہ پوءِ خواه مخواه پاڻ تي نزع طاري ڪرڻ حماقت ۽ بيوقوفي آهي. فنا في الله جي مقام تي پُهچي ڪري انسان مخلوق کي نہ سُجاڻي تہ ڪو مضائقو نہ آهي. مستِ حق ڪنهن تڪليف کان ڪونہ گهبرائيندو آهي. فرضي شيخ جي حقيقت معمولي تڪليف واضح ڪري ڇڏيندي آهي. برف وارن مُلڪن ۾ سياري جي موسم ۾ ٻار بہ برف سان راند ڪندا آهن.

**گدڙ جو رنگ جي هوديءَ ۾ ڪِري رنگين بڻجڻ ۽ گدڙن ۾ مور هجڻ جي دعويٰ ڪرڻ**

هن حڪايت جو مقصد هي آهي تہ فرضي شيخ جو مثال اُن گدڙ جهڙو آهي جنهن رنگين ٿيڻ جي ڪري مور هئڻ جي دعويٰ ڪئي.

*آں شغالک رفت اندر خُمِ رنگ*
*اندراں خُم کرد یک ساعت درنگ*

ترجمو: ”اهو ذليل گدڙ رنگ جي هوديءَ ۾ ڪري پيو ۽ ٿوري دير ان ۾ پيو رهيو.“

ٿوري دير ڪانپوءِ هو پاڻ رنگين ٿي ويو. تڏهن ڇوڙ لڳو تہ آئون جنت جو مور آهيان. رنگين وارن سُئي رونق ڪئي هئي. ويتر سج جي شُعاعن ان کي چمڪائي ڇڏيو. هُن پنهنجو پاڻ کي ڳاڙهو ۽ پيلو، لال ۽ سائو ٿيل ڏٺو. اهڙي نموني سان گدڙن ۾ ويو. سيني گدڙن چيس تہ اي حقير گدڙ! تنهنجو ڪهڙو حال آهي؟ تنهنجي مٿي ۾ ڪهڙي مستي آهي ۽ مستيءَ جي ڪري تون اسان کان جدا ٿي ويو آهين! تو اهو تڪبّر ڪٿان آندو آهي؟ هڪڙي گدڙ کيس چيو تہ تو مڪر ڪيو، ايستائين جو تون خوش ٿي وئين، تو مڪر هن لاءِ ڪيو تہ منبر تي ويهين (جيئن تہ بزرگ رومي ﷬ گدڙ مان بناوٽي شيخ مراد ورتو آهي انهيءَ ڪري منبر جو لفظ بہ استعمال ڪيو اٿس) تو گهڻي ڪوشش ڪئي پر حقيقي عشق جي گرمي نہ ڏٺي، تو مڪاري جي ڪري بي شرمي حاصل ڪئي. سچائي ۽ گرمي الله وارن عارفن جو شعار آهي ۽ بي شرمي ڌوڪيباز جي پناه جي جاءِ آهي تان تہ مخلوق جو توّجہ پاڻ ڏانهن ڪري تہ اسين خوش آهيون حالانڪ اندر ۾ ڏاڍو رنجيده آهي.

**هڪ ہٺاڪيءَ جو روزانو مُڇون سٿيون ڪري قسمين قسمين ڪاڏي کائڻ جي دعويٰ ڪرڻ**

بزرگ رومي ﷬ بناوٽي شيخ جي حالت کي اُن ہٺاڪي جي حڪايت سان سمجهايو آهي جنهن جو باطن خالي آهي، ظاهر سٿيو آهي.

*دنبہ پارہ یافت شخصے مُستہاں*
*ہر صباحے چرب کردے سبلتاں*

ترجمو: ”هڪڙي ذليل شخص دُنبي جي ڪل جو ٽُڪرو لڌو. هر روز صبح جو ٻنهين مُڇن کي سٿيو ڪندو هو.“

مُحِون سٽيبون ڪري پوءِ مالدارن ۾ ويندو هو ۽ چوندو هو تہ مون مجلس ۾ سٺيي غذا کاڌي آهي. مُحِن تي هٿ ڦيريندي چوندو هو تہ ڏسو هي مُنهنجيون مُحِون شاهد آهن. ان جو پيٽ آواز ڪان سواءِ جواب ڏيندو هو تہ الله ڪافرن جي مڪر کي برباد ڪري. مُحِن جي سٽيءِ ۽ ٻئاڪ جي ڪري سڀ عُضوا بُکيا رهيا، سو اُنهن مُحِن کي بددعا ڏني. جيڪڏهن تون بُک جو اظهار ڪرين ها تہ ڪو سخي ڪاڏو ڪارائي ها. قرآن شريف جي گهڻين آيتن جو مفهوم آهي تہ انسان کي غلط بياني نہ ڪرڻ گهرجي. سچن کي انهن جي سچائي لامحالہ نفعو ڏيندي آهي. بُرائي کي لڪائڻ نہ گهرجي، اُن جو اظهار ڪري علاج ڪرائڻ گهرجي. جيڪڏهن انسان جو باطن بُرو آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ پلائي جو ٻئاڪ تہ نہ هڻي. مصنوعي نيڪي تي ٻئاڪ نہ هڻڻ گهرجي، اها زائل ٿيندي تہ خواري ٿيندي، جيئن ٻئاڪي جي واقعي ۾ بيان ٿيو. جيڪڏهن انسان کي ڪمال جو ڪو مقام حاصل ٿئي تہ اُن جو فخريہ اظهار نہ ڪندو وتي. عارف ڪامل ڪري ۽ ڪوٽي کي پرکي وٺندا آهن. اهي امتحان جي ڪسوٽي بہ آهن، خود انهن جو بہ امتحان ٿيندو آهي. فِيْ كُلِّ عَامٍ مَّرَّةً اَوْ مَرَّتَيْنِ(التوبہ- ١٢٦) هرسال ۾ ٻہ دفعا آزمايا ويندا آهن. هي آيت جيتوڻيڪ منافقن جي باري ۾ آهي پر اهڙي طرح جون آزمائشون مومنن جون بہ ٿينديون آهن. هڪ آزمائش ڪانپوءِ ٻي آزمائش ٿيندي آهي. ڪنهن ادنيٰ آزمائش ۾ پورو لهڻ جي ڪري انسان ۾ خود پسندي نہ اچڻ گهرجي. تقدير خداوندي جي امتحان مان مطمئن نہ ٿي، خواري ڪان ڊڄندو رهہ.

**بلعم باعور جو مطمئن هجڻ تہ خدا اُن جو امتحان ورتو آهي ۽ اِن مان اها ڳالهہ ثابت ٿي**

بلعم باعور و ابلیسِ لعین

ز امتحانِ آخریں گشتہ مہین

ترجمو: ”بلعم باعور ۽ ملعون شيطان آخري امتحان ۾ ذليل ٿي ويا.“

بلعم باعور ۽ شيطان لعين ٻئي ابتدائي ڪاميابين تي مغرور ٿي ويا هئا ۽ تباهہ ٿيا، تو انهن جون خبرون ٻُڌيون هونديون. نصيحتون ڪرڻ ڪانپوءِ هاڻي وري ٻئاڪيءَ جو قصو شروع ڪيو اٿس، جيئن تہ مُحِن جي ڪري معدو بُکيو رهيو، انهيءَ ڪري مُحِن تي لعنت ملامت ٿو ڪري ۽ معدو هي دعا گهري ٿو تہ اي خدا! جيڪو هو لِڪائي رهيو آهي اُن کي ظاهر ڪر. اي خدا ان ٻئاڪيءَ اسان کي ساڙي ڇڏيو آهي تون اِن کي خوار ڪر. اُن جي جسم جا سڀ عضوا اُن جا دشمن آهن. بهار جي موسم جو ٻئاڪ هڻي ٿو ۽ اهو خزان جي حالت ۾ آهي. انسان جو ٻئاڪ، انسانن ۽ الله تعاليٰ جي ڪرم جي منافي آهي. ڳالهاءِ يا ماٺ ڪر، تڏهن رحمت کي ڏسندين. پيٽ اُن جي مُحِن جو دشمن ٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ اي الله! ڪميڻن جي ان ٻئاڪ کي خوار ڪر تان تہ سخين جو رحم اسان جي لاءِ حرڪت ۾ اچي. اُن جي پيٽ جي دعا قبول ٿي، الله تعاليٰ فرمايو تہ تون توڻيجو فاسق يا بُت پرست آهين. جڏهن مون کي پڪاريندين آئون قبول ڪندس. توکي خوب دعا ڪرڻ گهرجي.

**ٻليءَ جو دُنبي جي ڪَلَ ڪٽي ڀڄڻ ۽ پهلوان جو خوار ٿيڻ**

چوں شکم خودرا بحضرت در سپُرد

گربہ آمد پوستِ آں دُنبہ ببُرد

ترجمو: ”جڏهن پيٽ پنهنجو پاڻ کي الله جي حوالي ڪيو تڏهن ٻلي آئي ۽ دُنبي جي ڪل ڪٽي ڀڳي.“

ٻئاڪيءَ جو پُٽ ٻليءَ جي پويان لڳو جڏهن ڪامياب نہ ٿيو تڏهن پيءُ جي ڊپ سبب سندس رنگ بدلجي ويو، پوءِ پُٽ اُن مجمع ۾ آيو جتي پٺهس روزانو ٻئاڪ هڻندو هو. اُتي اچي چيائين تہ ٻلي آئي ۽ اوچتو اها ڪل ڪٽي ويئي، آئون پويان ڏاڍو ڊوڙيس پر ڪو فائدو نہ ٿيو. مطلب تہ ٻار پنهنجي سادگيءَ سان سچو قصو بيان ڪري ڇڏيو، جنهن سان ٻئاڪيءَ جا پول پڌرا ٿي پيا. ٻئاڪي پهلوان جڏهن اهو قصو ٻڌو تڏهن مجمع ۾ شرمندو ٿيو. ڪنڌ هيٺ ڪري

خاموش ٿي ويهي رهيو، ڇو ته سندس پٽ مجلس ۾ وڃي راز کولي ڇڏيو هو. تعجب جي ڪري مجلس وارن کي ڪِل آئي ۽ پهلوان جي مسڪينيءَ تي انهن کي رحم به آيو. پوءِ هنن پهلوان ٻناڪيءَ جي دعوت ڪئي ۽ اُن کي ڪارائي ڏو ڪيائون ۽ مهربانيءَ جو ٻج اُن جي زمين ۾ پوکيائون. سچي ڳالهه کي شريف ئي پسند ڪندا آهن، پوءِ اهو پهلوان خود سچائيءَ جو پابند ٿي ويو. سچائي کي هميشه جي لاءِ پنهنجو بناءِ، تان ته تون ٻنهين جهانن ۾ نيڪ نام بنجين.

## اُن گدڙ جو مور هجڻ جي دعويٰ ڪرڻ جيڪو کُنيءَ جي رنگ واري هوديءَ ۾ ڪِريو هو

آں شغال رنگ رنگ اندر نهفت

بر بنا گوشِ ملامت گر بگفت

ترجمو: ”اُن رنگ برنگي گدڙ ملامت ڪرڻ واري جي ڪَنَ وٽ وڃي ڪري آهستڙي چيو،“

مون کي ۽ منهنجي رنگ کي ڏس. پوڄاري به اهڙو بُت ڪونه رکندو آهي. باغ وانگر سئو رنگن وارو ۽ حسين آهيان، مون کي به سجدو ڪر، مون سان سرڪشي نه ڪر. جيئن ته آئون انتهائي حسين آهيان انهيءَ ڪري آئون خدا جي مهربانيءَ جو مظهر آهيان ۽ اُن جي ڪبريائي جي شرح جي تختي آهيان. منهنجي وجود مان اُن جي عظمت جو تفصيل معلوم ڪري سگهجي ٿو. اُتي سڀ گدڙ ائين گڏ ٿي ويا جيئن شمع جي چئني پاسن کان پروانا گڏ ٿيندا آهن ۽ چوڻ لڳا ته اي داناءَ! تون اسان کي ٻُڌاءِ ته اسين توکي ڇا چئون؟ اهو گدڙ جيڪو رنگين ٿي ويو هو اُن جواب ڏنو ته مون کي نرُ مور چئو، جيڪو مشتري ستاري وانگر آهي. تڏهن گدڙن چيو ته مور ته باغن ۾ رقص جو جلوو ڏيکاريندا آهن، تون اهڙو جلوو ڏيکاريندين يا نه؟ گدڙ جواب ڏنو: نه، جيڪو جهنگ ۾ نه ويو هجي اهو مِنيٰ جي کهڙي ڳالهه ڪندو.

هڪ ٻئي گدڙ چيو: مور جي ڪوڪ پلي هوندي آهي. تون مورن جي ٻولي، ٻولي سگهين ٿو؟ اُن جواب ڏنو ته نه، ان تي سڀ ساٿي گدڙ کيس چوڻ لڳا: اي پاڻ پڏائڻ وارا سردار! تون مور نه آهين، مور کي جيڪو حسين لباس مليو آهي اهو قدرتي آهي، دعوائن جي رنگينيءَ سان تون اُن کي ڪٿي، پهچي سگهين ٿو؟ تون دعويٰ ڪرين ٿو ته حقيقت پيش ڪر، بڪواس نه ڪر، پوءِ متان ڪنڌ ڪنهين. انسان شرمندگيءَ کان ڪنڌ ڪنهندو آهي.

## فرعون طرفان خدائي جي دعويٰ ڪرڻ ۽ اُن کي ان گدڙ جي مُشابهه ٻُڌائڻ جنهن مور هجڻ جي دعويٰ ڪئي

همچو فرعون مرصّع کرده ریش

برتر از موسیٰؑ پریده از خریش

ترجمو: ”فرعون وانگر جنهن ڏاڙهيءَ کي جڙاءَ ڪرائي گڏهه پڻي سان (حضرت) موسيٰ عليه السلام کان بُلند پرواز ٿيڻ ٿي چاهيو.“

فرعون پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ قيمتي موتي پوتا هئا. فرعون حضرت موسيٰ عليه السلام کان افضل هجڻ جي دعويٰ ڪئي هئي. اهو فرعون به ان گدڙ جي نسل مان هو جيڪو عارضي رنگ جي ڪري پنهنجو پاڻ کي مور سڏائڻ لڳو هو. اِن فرعون تي مال ۽ مرتبي جو عارضي رنگ هو. فرعون کي سجدو ڪرڻ وارا گهڻا اهي هئا جيڪي محض مذاق ۽ دل لڳيءَ جي لاءِ سجدو ڪندا هئا. دولت انسان کي اهڙي طرح هلاڪ ڪندي آهي جهڙي طرح نانگ هلاڪ ڪندو آهي. اي فرعون! تون معززّ نه بنج، تون گدڙ آهين، مور نه بنج، جيڪڏهن تون مورن جي اڳيان ايندين ته عاجز ٿي ويندين. حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ هارون عليه السلام معجزن جي ذريعي اُن کي خوار ڪيو ۽ اُن جي ڪوڙي خدائي باطل ٿي ويئي ۽ حقيقت ظاهر ٿي ويئي. ٻلي شينهن جهڙي آهي يا نه، اها ڳالهه پڌري پَٽ پئي آهي. ان ڪري شينهن جو لباس نه پاءِ، شينهن جهڙي صورت ۽ڪتن جهڙا اخلاق. اي بدصورت ۽ بي هنر گدڙ! پاڻ تي مور هجڻ جو گُمان هرگز نه ڪر، ڇاڪاڻ ته مور توکي آزمائيندا پوءِ تون ذليل ۽ بي آبرو ٿي ويندين.

آيت وَلَتَعۡرِفَنَّهُمۡ فِي لَحۡنِ الۡقَوۡلِ (محمد - ٣٠) جو تفسير

گفت يزداں مر نبی را در مساق
يک نشانی سهل تر ز اهلِ نفاق

ترجمو: "نبي ﷺ کي الله تعاليٰ قرآن جي سياق ۾ منافقن جي سڃاڻڻ جي هڪ آسان نشاني ٻڌائي."

قرآن شريف جي سياق ۾. جڏهن ته ڪن نسخن ۾ لفظ "مثاق" آهي جنهن جي معنيٰ آهي عهد جي جڳهه. ان مان به مراد قرآن پاڪ آهي. جيتوڻيڪ منافقن جي ظاهري صورت سُٺي معلوم ٿيندي پر انهن جي ڳالهائڻ مان انهن جي حقيقت کلي ويندي. هي اُن جو مثال آهي ته آواز سان حقيقت کلي ويندي آهي. جڏهن تون مٽيءَ جو ٺِڪر وٺين ٿو ته وڄائيندو آهين ته پڳل ته نه آهي. ٺُٺل جو آواز ٻيو هوندو آهي. بادشاهه جي اڳيان نقيب هلندو آهي. آواز به حقيقت جي لاءِ پيش رو آهي جنهن سان حقيقت جي سڃاڻپ ٿيندي آهي. آزمائش جي رسوائي تي هاروت ۽ ماروت جو قصو ياد اچي ويو. جيئن ته اهي به امتحان جي ڪري رُسوا ۽ ذليل ٿيا. هاروت ۽ ماروت جي قصي جي اسرارن کان ٿورو اڳ مون چيو هو ته انهي قصي جا ڪجهه اسرار بيان ڪرڻ چاهيان ٿو پر ڪجهه رڪاوٽون پيش اچيو وڃن ٿيون.

هاروت ۽ ماروت جو قصو ۽ الله تعاليٰ جي آزمائش تي انهن جي دليري

گوشِ دل را يک نفس ايں سُو بدار
تا بگويم باتو از اسرارِ يار

ترجمو: "ٿوري دير جي لاءِ ڪن کي هن طرف متوجهه ڪر، تان ته آئون توسان دوست جا ڪجهه راز بيان ڪريان."

اڳ ۾ اهو بيان فقط ايتري قدر هو جيئن هاٿيءَ جي ڪنهن هڪ عضوي جي تشريح ڪئي وڃي. اهي الله جي ديدار سان مست هئا ۽ الله تعاليٰ جي عجائبات جي ڏِر جي ڪري مست ٿي ويا هئا. ڪشف ۽ ڪرامتن ۾ قاسي ڪري سالڪ مغرور ۽ تباهه ٿي ويندو آهي جڏهن استدراج جون مستيون به ايتري قدر آهن ته پوءِ حقيقي سورج جي مستين جو ڪهڙو ٺِڪاڻو هوندو. هاروت ۽ ماروت استدراج جي مستين ۾ مدهوش ٿي ويا. امتحان جي لَتَ وڏن وڏن کي تباهه ڪري ڇڏيندي آهي. مست ڪڏ ۽ هموار زمين ۾ فرق ڪري ڪونه سگهندو آهي ٻنهي تي هلندو آهي.

ٻڪريءَ کي ڏسي ٻڪر جو مستيءَ ۾ جبل تان ٽپو ڏيڻ

هن قصي جي منشا هي آهي ته شهوت جي مستيءَ ۾ انسان انڌو ٿي ويندو آهي ۽ پنهنجو پاڻ کي هلاڪت ۾ وجهندو آهي.

آں بُزے کوہی براں کوہِ بُلند
بر دَود از بہرِ خوردی بے گزند

ترجمو: "جابلو ٻَڪر بُلند جبل تي خوراڪ جي لاءِ بي مشقت ڊوڙي ٿو."

گاهه چرڻ لاءِ ٻئي جبل ڏانهن ڏسي ٿو ۽ مستيءَ ۾ انڌو ٿي وڃي ٿو. مست ٿي ڪري هِن جبل تان هُن جبل ڏانهن ٽپو ڏئي ٿو. اهو جبل اُن کي ائين ويجهو نظر آيو جيئن اڱڻ هوندو آهي. جيئن ته اهي ٻئي جبل تمام بُلند هئا ۽ هزارين گزن جو فاصلو هو پر اُن کي ٻن گزن جيتري فاصلي تي نظر آيا. مستيءَ جي ڪري اُن کي ٽپڻ جي خواهش ٿي. جيئن ٽپو ڏنائين تيئن ٻنهي جبلن جي وچ ۾ ڪري پيو. اهو شڪارين کان جبل تي لِڪو هو. جابلو ٻڪر اهڙي طرح شڪار ٿي ويندو آهي، ورنه گهڻو چالاڪ ۽ هوشيار هوندو آهي. انهن ٻنهي جبلن جي وچ ۾ شڪاري ويٺا هئا. مٿي ۾ عقل ۽ بهادري جي باوجود شهوت اُن جي پيرن جو پنجوڙ هوندي آهي. اُن جي مستي به مشهور آهي. اها دنيا جي شهوت جي

مستي ملائڪ جي مستيءَ اڳيان گهٽ آهي. ملائڪن کي قُرب الاهي سان جيڪا مستي حاصل ٿيندي آهي دنيا جي مستي اُن جي اڳيان گهٽ آهي. جنهن شخص کي قُرب الاهي جي مستي حاصل ٿي وڃي ٿي، پوءِ اُن تي دنيا جي مستي طاري نٿي ٿئي. خدا جي مستي ۽ دنيا جي مستيءَ جو مثال مِٺو پاڻي ۽ کارو پاڻي آهي. ملائڪن ۽ روحن کي قُرب الاهي جي اهڙي مستي حاصل ٿئي ٿي جو سڀ سرحدون ميسارجو وڃن. اهي دنيا جي مستيءَ جي اسباب کي ختم ڪري ڇڏيندا آهن. ڪافرن جا روح قُرب الاهي جي مستيءَ کان محروم آهن. قُرب الاهي سان جيڪا مستي طاري ٿئي ٿي اها ڪنهن وقت استدراج هوندي آهي، اُن کان هوشيار رهڻ گهرجي، ان مستيءَ ۾ ڪو غلط قدم نہ کڻڻ گهرجي.

**هاروت ۽ ماروت جو بشريت جي مقام جي تمنا ڪرڻ ۽ الله تعاليٰ جي غيرت**

پس ز مستی ہا بگفتند اے دریغ

بر زمیں باراں بد دیمے چو میغ

ترجمو: ”مستين جي ڪري انهن چيو تہ هاءِ! افسوس! اسين زمين تي ڪکر وانگر (انصاف جو) مينهن وسايون ها.“

هاروت ۽ ماروت مستيءَ ۾ غلط قدم کنيو، جنهن جو بدانجام پوڳڻو پيو. انسانن دنيا ۾ ظلم ۽ سِتم ڪيو آهي. اسين هجون ها تہ عدل ۽ انصاف سان دنيا کي سنواري ڇڏيون ها. هي انهن چيو ۽ قضا چئي رهي هئي: بيهو! توهان جي پيرن اڳيان گهڻا ڄار لِڪل آهن. بزرگ رومي رحمة الله عليه نصيحت فرمائي ٿو تہ پنهنجو پاڻ کيآزمائش ۾ نہ وجهڻ گهرجي ۽ اهڙي جاءِ تي ڦوڪي ڦوڪي قدم رکڻ گهرجي. آزمائش جي رستي ۾ گهڻيون هلاڪتون آهن. خدا جو غضب نازل ٿيو تہ اهي قومون صُفحہ هستي تان مِٽجي ويون. نيڪ ٻانهن جي تعريف ۾ قرآن شريف ۾ فرمايو ويو تہ وَعِبَادُ الرَّحْمٰنِ الَّذِيْنَ يَمْشُوْنَ عَلَى الْاَرْضِ هَوْنًا (الفرقان-٦٣) ”۽ الله جا نيڪ ٻانها اهي آهن جيڪي زمين تي خاڪساريءَ سان هلن ٿا. نيڪ ٻانها احسان جي واديءَ ۾ سوچي سمجهي ڪري وقفي وقفي سان قدم کڻن ٿا. قضا هاروت ۽ ماروت کي سمجهائي رهي هئي پر انهن ڪَنَ بند ڪري ڇڏيا هئا. جن ماڻهن خودي کي مِٽايو آهي انهن جا ئي ڪَنَ کُليل آهن. عنايت خداوندي ئي اکيون کولائيندي آهي ۽ الله جي محبت ئي غضبِ الاهي کي جهڪو ڪري سگهي ٿي. جيستائين توفيق خداوندي ميسّر نہ اچي تيستائين ڪوشش بيڪار هوندي آهي.

**خواب ۾ فرعون جو حضرت موسيٰ عليه السلام کي ڏسڻ ۽ اُن کي روڪڻ جي تدبير ڪرڻ**

توفيق خداوندي جيئن تہ فرعون جي شاملِ حال نہ هئي، انهيءَ ڪري حضرت موسيٰ عليه السلام جي پيدائش کي روڪڻ جون سيئي ڪوششون بيڪار ثابت ٿيون.

جُہد فرعونے چو بے توفیق بُود

ہرچہ اُو می دوخت آں تفتیق بُود

ترجمو: ”فرعون جون ڪوششون جيئن تہ توفيق کان سواءِ هيون، جيڪو ڪُجه هُن سيتو اهو ڦاڙي رهيو هو.“

فرعون جي حڪم ۾ هزارين نجومي ۽ جادوگر هئا. فرعون کي خواب ۾ ڏيکاريو ويو تہ حضرت موسيٰ عليه السلام ايندو ۽ سندس ملڪ کي تباهہ ڪندو. فرعون نجومين ۽ تعبير ڪرڻ وارن کي چيو تہ ان منحوس خواب کي ڪيئن روڪيو وڃي. سيني نجومين ۽ تعبير ڪرڻ وارن چيو تہ اسين اُن ٻار يعني حضرت موسيٰ عليه السلام جي پيدائش جو رستو بند ڪري ڇڏينداسون ۽ اهڙي تدبير ڪنداسون جو ڪابہ اسرائيلي عورت اُن رات حامله نہ ٿيندي. جڏهن حمل واري رات آئي، تڏهن فرعون وارن جي هيءَ راءِ ٿي تہ اڄ ڏينهن جو ميدان ۾ شاهي تخت ۽ دربار لڳائي وڃي ۽ شهر ۾ اعلان ڪيو وڃي تہ اڄ اسرائيلين جي دعوت آهي فرعون توهان کي ديدار ڪرائيندو ۽ توهان تي احسان ڪندو. بني

اسرائيلين کان، فرعون ۽ قبطي هر طرح جي بيگار وٺندا هئا. اسرائيلين جي لاءِ اهو قانون هو تہ اهي فرعون جو ديدار نہ ڪري سگهندا. جيڪڏهن رستي ۾ فرعون گڏجي وڃي تہ ڪين مُنهن پاسي تي ڪرڻ جو حڪم هوندو هو. جي اسرائيلي ويٺل هجي تہ اونڌو ليٽي پوي جيئن فرعون تي نظر نہ پويس، جيڪڏهن اُن جو مُنهن ڏسندو تہ قصور وار ٺهندو. جيڪو اسرائيلي فرعون کي ڏسندو هو اُن کي سخت سزا ڏني ويندي هئي. بني اسرائيلن سمجهيو تہ فرعون جو ديدار مُيسّر ٿيندو ۽ فرعون بخشش بہ عطا ڪندو، ڇاڪاڻ تہ انسان کي جنهن شيءِ کان روڪيو ويندو آهي اُن ۾ حرص ڪندو آهي.

**فرعون جو حضرت موسيٰ عليه السلام جي پيدائش کي روڪڻ لاءِ تدبير ڪرڻ**

*شد منادی در محلّتہا رواں*
*بانگ می زد کوبکو شادی کناں*

ترجمو: ”منادي (اعلان ڪرڻ) وارو محلن ۾ روانو ٿي ويو، هو خوشيءَ سان گهٽين ۾ اعلان ڪري رهيو هو،“

تہ اسرائيليو! ميدان ڏانهن هلو، بادشاهہ جي ديدار ۽ سخاوت جي اُميد آهي. اسرائيلي خوشيءَ مان اوڏانهن ڊوڙڻ لڳا، ديدار لاءِ مشتاق هئا. ڇاڪاڻ تہ سيئي مقصد کان بي خبر هئا ۽ لالچ جي ڪري ٻاهر نڪتا هئا.

**مثال طور هڪ حڪايت**

هن حڪايت ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ جهڙي طرح اسرائيلين جي تباهي جي لاءِ انهن کي ميدان ۾ گڏ ڪيو ويو هو اهڙي طرح هڪ تاتاري مُغل مصرين کي قتل ڪرڻ جي لاءِ ميدان ۾ گڏ ڪيو هو.

*ہمچناں کانجا مُغولِ حیلہ داں*
*گفت می جویم کسے از مصریاں*

ترجمو: ”ائين ئي هتي هڪ حيلي ساز مُغل چيو تہ آئون مصرين مان ڪنهن هڪ جي تلاش ۾ آهيان.“

ائين مصرين کي گڏ ڪيائين تہ جنهن جي تلاش آهي اهو هٿ اچي وڃي. سيئي مصري اچي گڏ ٿيا. هر هڪ بادشاهہ کي پيش ڪيو ٿي ويو ۽ بادشاهہ چيو ٿي تہ هيءُ نہ! ائين سيئي بادشاهہ وٽ پيش ڪيا ويا ۽ بادشاهہ ان تدبير سان سيني جا ڪنڌ ڪٽرائي ڇڏيا. مصرين جو اهو قتل عام هن لاءِ ٿيو تہ اهي نماز ڪونہ پڙهندا هئا. مڪّار جي دعوت انهن کي ڇڪي ورتو هو. اي هدايت تي هلڻ وارا! شيطان جي مڪر کان بچ، فقيرن ۽ ضرورت مندن جي پُڪار ٻُڌ، تان تہ ڪنهن حِيلي واري جو آواز تنهنجي ڪن ۾ نہ پوي. عذابِ الاهي کان نجات جو سبب جهڙي طرح موذن جي پُڪار کي قبول ڪرڻ آهي اهڙي طرح فقيرن ۽ محتاجن جي صدا تي ڌيان ڏرڻ بہ آهي. انهن دنيادار فقيرن مان ڪو صاحب دل بہ هوندو، انهيءَ ڪري سيني جي خدمت ڪر. درياءَ جي تري ۾ پٿرن سان گڏ موتي بہ هوندا آهن. اسرائيلين جي گڏ ٿيڻ ڪانپوءِ فرعون انهن کي پنهنجو ديدار ڪرايو. انهن کي بخشش ۽ دلداري ڏنائين. ان ڪانپوءِ پنهنجي روح جي تفريح جي لاءِ انهن کي چيائين تہ اڄ رات سڀ ميدان ۾ سُمهي رهو. بني اسرائيلين چيو تہ اسين تابعدار آهيون اوهين چاهيندا تہ مهيني تائين هتي سُتا رهنداسين.

**فرعون جو اسرائيلين کي عورتن کان ڌار ڪرڻ ڪانپوءِ خوش ٿي واپس ورڻ**

*شہ شبانگہ باز آمد شادماں*
*کامشباں حمل ست وددور ند از زناں*

ترجمو: ”بادشاهہ خوشيءَ سان واپس موٽيو تہ اڄ رات حمل قرار پائي ٿو ۽ اهي (مرد) عورتن کان جدا آهن.“

بادشاهه سيني اسرائيلين کي ميدان ۾ سُمهاري خوشيءَ سان واپس آيو هيئن چئي رهيو هو ته منهنجي مُلڪ کي هيٺ مٿي ڪرڻ واري ٻار جو اڄ رات حمل قرار ٿيڻو هو. هاڻي جڏهن ته اسرائيلي مرد ۽ عورتون جدا آهن تنهن ڪري حمل قرار نه پائي سگهندو. فرعون جو خزانچي عمران به اُن سان گڏ واپس شهر ۾ موٽيو. فرعون چيو ته اي عمران! تون به ان دروازي تي سُمهي رهه، زال ڏانهن نه وڃ. عمران فرعون جي دروازي تي سُمهي رهيو. عمران حضرت موسىٰ عليه السلام جو پيءُ هو. اسرائيلي هو پر فرعون سان زياده تعلق هئس. فرعون عمران مان مطمئن هو پر فرعون جي تباهي اُن کان ٿي. فرعون کي اهو خيال ڪونه هو ته اُن جي تقدير ۾ به اها تباهي ۽ بربادي آهي جيڪا ثمود جي قوم لاءِ مقرر هئي.

**عمران جو حضرت موسىٰ عليه السلام جي ماءُ سان مجامعت ڪرڻ ۽ موسىٰ عليه السلام جي ماءُ جو حامله ٿيڻ**

شه برفت او برآں درگاه خُفت
نیم شب آمد بہ پیشش خُفتہ جُفت

ترجمو: ”بادشاهه هليو ويو ۽ هو (عمران) اُن درگاهه تي سُمهي رهيو. اڌ رات جو زال وٽس هلي آئي.“

زال سُتل کي اچي اُٿاريو. عمران ننڊ مان اُٿيو. عمران زال کي چيو ته تون هن وقت ڇو آئي آهين؟ عمران پاڻ تي ڪنٽرول نه ڪري سگهيو ۽ زال سان همر بستر ٿيو ۽ امانت حوالي ڪيائين ۽ پوءِ زال کي چيائين ته حضرت موسىٰ عليه السلام سان حامله ٿيڻ معمولي ڪم نه آهي ڇاڪاڻ ته حضرت موسىٰ عليه السلام جي پيدائش فرعون جي تباهيءَ جو سبب ٿيندي. آئون ڪڪر وانگر آهيان تون زمين آهين، ۽ موسىٰ عليه السلام ٻوٽو آهي. اها شيءِ جنهن کان فرعون ڊڄي رهيو هو ان وقت موجود ٿي ويئي، جڏهن مون توسان صحبت ڪئي.

**صحبت ڪانپوءِ عمران جو زال کي نصيحت ڪرڻ ته مون وٽ نه اچ**

وا مسگرداں ہیچ زینہا دم مزن
تانیاید برمن و تو صد حَزن

ترجمو: ”ڪجهه نه ڪولج، هن باري ۾ دم نه هڻج، تان ته توتي ۽ مون تي سوين غم نه اچي ڪڙڪن.“

نيٺ ان جا آثار ظاهر ٿيا. اُن وقت ميدان مان ماڻهن جا نعرا فضا ۾ گونجيا. نعرن جي آواز سان پيرن اگهاڙو بادشاهه ٻاهر آيو ۽ چيائين ته هي گوڙ ڇا جو آهي؟ عمران فرعون کي مطمئن ڪرڻ جي لاءِ چيو ته اسرائيلي توهان جي عطا کان خوش ٿي ڪري نچي رهيا آهن.

**فرعون جو گوڙ ۽ شور کان ڊڄڻ**

گفت باشد کایں بُود اما و لیک
وہم و اندے شہ مرا پُرکرد و نیک

ترجمو: ”هُن چيو: ٿي سگهي ٿو ته ائين هجي، پر وهم ۽ گمان مون ۾ صفا گهر ڪري ويو آهي.“

فرعون عمران کي چيو ته ٿي سگهي ٿو ته گوڙ جو سبب اهوئي هجي جيڪو تو ٻڌايو پر منهنجي دل ۾ گهڻا انديشا پيدا ٿي ويا آهن. بادشاهه فڪر ۾ سڄي رات اندر ٻاهر ايندو ويندو رهيو. هر وقت ائين پيو چوي ته اي عمران! مون کي انهن نعرن بيچين ڪري ڇڏيو آهي. عمران جي اها همت ڪونه هئي جو چوي ته گوڙ جو اصل سبب حضرت موسىٰ جو حمل قرار پائڻ هو. جڏهن عمران زال سان همبستري ڪئي هئي تڏهن فورن حضرت موسىٰ عليه السلام جو ستارو آسمان تي نمودار ٿي ويو هو، جڏهن ڪوبه نبي ماءُ جي پيٽ ۾ آيو آهي تڏهن ان جو ستارو آسمان تي ظاهر ٿيو آهي.

**حضرت موسيٰ عليه السلام جي ستاري جو آسمان تي ظاهر ٿيڻ ۽ ميدان ۾ نجومين جو گوڙ ڪرڻ**

بر فلک پے دا شد آں استاره اش
کوری فرعون و مکر و چاره اش

ترجمو: ”آسمان تي حضرت موسيٰ عليه السلام جو ستارو فرعون ۽ ان جي مڪر ۽ تدبير جي خلاف ظاهر ٿي ويو.“

جڏهن ڏينهن ٿيو، فرعون عمران کي چيو تہ هاڻ وڃ ان گوڙ جي باري ۾ پُڇا ڪر. عمران ميدان ۾ ويو، نُجومين کان گوڙ ۽ شور جو سبب پُڇيائين تہ نجومي سوڳ ۾ ڪپڙا ڦاڙي ۽ ماتم ڪري رهيا هئا ۽ مٽي ۾ مِٽي وجهي رهيا هئا. عمران پڇيو خير تہ آهي! هي ڪهڙو ڪهرام آهي؟ ڇا منحوس سال بُري نشاني ڏيکاري رهيو آهي؟ تڏهن نجومين جواب ڏنو تہ اسان کي قدرت عاجز ڪري ڇڏيو ۽ اسين ٻار جي پيدائش کي روڪي نہ سگهياسين ۽ اهو ٻار وجود ۾ اچي ويو. رات ٻار جي پيدائش جو ستارو ظاهر ٿي ويو آهي ۽ اهو ڪم اسان جي منشا خلاف ٿيو آهي. انهيءَ ڪري اسين روئي رهيا آهيون. عمران ٻار جي پيدائش مان خوش هو پر بظاهر غم جو اظهار ڪري رهيو هو. عمران پنهنجو پاڻ تي غم ۽ ڪاوڙ طاري ڪئي. نجومين کي بُرو ڀَلو چيائين ۽ ميدان مان واپس آيو. عمران نجومين کي ڪاوڙ ۾ چيو تہ توهان بادشاهہ کي ذليل ڪيو، ڪوڙا وعدا ڪيا، مال ۽ دولت برباد ڪرايو. پوءِ فرعون وٽ اچي ڪري سڄي صورتحال بيان ڪيائين. بادشاهہ نجومين کي ڦاسيءَ تي لٽڪائڻ جي ڌمڪي ڏني ۽ چيو تہ مال بني اسرائيلين تي خرچ ڪيو اهو اجايو ويو. اسرائيلين کي زالن کان ڌار ڪرايم پوءِ بہ توهان مقصد ۾ ڪامياب نہ ٿيا. توهان سالن کان بادشاهہ جو مال کائي رهيا هئا. توهان جو علم اهو هو، جو ٻار حمل ۾ اچي ويو. آئون توهان کي ٽڪرا ڪري ڇڏيندس. توهان جا ڪَنَ، چپ ۽ نڪ وڍي ڇڏيندس ۽ توهان کي ٻاهہ جو ٻارڻ بڻائيندس. نجومي سجدي ۾ ڪري پيا ۽ چوڻ لڳا تہ اي بادشاهہ! واقعي هڪڙو دفعو شيطان اسان تي غالب اچي ويو. اسان سوين سالن کان مصيبتون برداشت ڪيون آهن، ان ڪم تي اسين پاڻ حيران آهيون تہ اهو اسان جي ڪنٽرول مان ڪيئن ويو پر ان غلطيءَ جو بدلو اسين حضرت موسيٰ عليه السلام جي ولادت واري ڏينهن وٺنداسين. هاڻي اسين رصدگاه (جتان نجومي ويهي ستارن جي گردش معلوم ڪندا آهن) ۾ ويهي ان جي ڄمڻ جو ڏينهن معلوم ڪنداسين. جيڪڏهن اسين ڄمڻ جي وقت ان ٻار جو تدارڪ نہ ڪري سگهياسين تہ اسان کي قتل ڪرائي ڇڏج. نو مهينا ٻار حمل ۾ رهندو آهي، اُن کان پوءِ پيدائش ٿيندي. قضاءِ خداوندي جو مقابلو ڪرڻ وارو ذليل ٿيندو آهي. قضاءِ خداوندي جو مقابلو ڪرڻ واري جو مثال هي آهي تہ ماٺهو زمين ۽ آسمان سان دشمني ڪري ۽ پنهنجو پاڻ کي تباهہ ڪري. جيڪڏهن مخلوق خالق سان جهيڙو ڪري تہ مخلوق جي بربادي آهي.

**فرعون جو بني اسرائيل جي اُنهن عورتن کي مڪاريءَ سان ميدان ڏانهن سڏڻ جن کي هينئر ٻار ٿيا هئا**

بعدِ نُہ مہ شہ بُروں آورد تخت
سوئے میدان و منادی کرد سخت

ترجمو: ”نَوَن مهينن کانپوءِ بادشاهہ ميدان ڏانهن تخت ٻاهر ڪڍيو ۽ سخت اعلان ڪرايائين.“

جڏهن متوقع ولادت جو زمانو گذري ويو، تڏهن ٻيهر شهر ڏانهن اعلان ڪرڻ وارو روانو ٿيو ۽ پڙهو گهمايائين اي عورتو! ٻار ڪٺي ميدان ۾ پهچو، توهان کي انعام ڏنو ويندو. جيئن اڳ ۾ مردن کي مليو، تيئن هِن سال عورتن کي ملڻ وارو آهي. عورتن کي زيور ۽ ڪپڙا ڏنا ويندا ۽ ٻارن کي سونهري ٽوپيون پارايون وينديون. جنهن عورت هن سال ٻار ڄڻيو آهي اها بادشاهہ کان خزانو حاصل ڪندي، جنهن عورت کي هن مهيني ۾ ٻار ٿيو آهي ان کي گهڻو ڪجهہ ملندو. بادشاهہ ميدان ۾ پنهنجو تنبو لڳايو. هر نئين ٻار واري عورت شهر مان نڪري بادشاهہ جي تنبوءَ وٽ

آئي. بادشاهه ان بهاني سان معصوم موسيٰ عليه السلام کي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو. جڏهن سڀ عورتون بادشاهه جي تنبوءَ وٽ گڏ ٿي ويون تڏهن بادشاهه ٻارن مان فقط ڇوڪرا ورتا ۽ ڇوڪريون ڇڏي ڏنيون. فرعون اهو هن لاءِ ڪيو ته دُشمن پيدا نه ٿئي. ڇاڪاڻ ته بني اسرائيل ۾ جوش و خروش حضرت موسيٰ عليه السلام جي ماءُ جي پيٽ ۾ اچڻ سان پيدا ٿيو آهي ان ۾ اجا وڌيڪ اضافو نه ٿئي.

### سپاهين جو عمران جي گهر داخل ٿيڻ ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام کي سندس والده جو تنور ۾ اڇلڻ

*خود زنِ عمراں کہ موسیٰؑ زادہ بود*

*دامن اندر چید زاں آشوب زود*

ترجمو: "عمران جي زال جنهن حضرت موسيٰ کي ڄڻيو هو، هن فتني کان جلد پنهنجا پاند آجا ڪرائي ورتا."

اهو فتنو جيڪو فرعون ٻارن کي قتل ڪرڻ لاءِ پيدا ڪيو هو. اُن کان پوءِ فرعون جاسوسيءَ جي لاءِ دائين کي گهرن ۾ موڪليو. انهن دائين اشارو ڪيو ته هتي هڪ ٻار پيدا ٿيو آهي جيڪو ميدان ۾ ڪونه آيو آهي، ڇاڪاڻ ته ان جي ماءُ کي شڪ ٿيو آهي ته فرعون ٻارن کي گهرائي ڪا خرابي پيدا ڪندو ۽ اها عورت ڏاڍي چالاڪ آهي جنهن ان طريقي سان ٻار کي ميدان ۾ ڪونه موڪليو. سپاهي ان ٻار جي لاءِ گهر ۾ پهچي ويا. اهو ٻار حضرت ابراهيم عليه السلام جي نسل مان آهي. ماءُ کي وحي جي ذريعي حڪم ٿيو ته ٻار کي تنور ۾ وجهه، آئون ان ٻار جي حفاظت ڪندس. حضرت ابراهيم عليه السلام تي باهه ٿڌي ٿي ۽ سلامتيءَ جو ذريعو بنجي ويئي، انهيءَ ڪري سندس نسل جي هن ٻار کي ان حڪم سان باهه کان ڇوٽڪارو ڏياريو ويندو، جنهن جي ذريعي حضرت ابراهيم عليه السلام کي ڏياريو ويو هو. قرآن شريف ۾ فرمايو ويو آهي "اي باهه، ابراهيم تي ٿڌي ۽ سلامتيءَ واري ٿي وڃ" حضرت موسيٰ عليه السلام جي ماءُ وحي جي ڪري ٻار کي باهه ۾ اڇلايو. باهه، حضرت موسيٰ عليه السلام جي جسم تي ڪو اثر نه ڪيو. سپاهين گهر جي تلاشي ورتي. جيئن ته ٻار تنور ۾ هو انهيءَ ڪري سپاهي ناڪام واپس موٽيا. چغل خور فرعون کي چوڻ لڳا ته ان گهر ۾ ٻار آهي، ٻيهر جانچ ڪرايو.

### حضرت موسيٰ عليه السلام جي ماءُ وٽ وري وحي اچڻ ته ٻار کي درياءَ ۾ اڇلاءِ

*باز وحی آمد کہ در آبش فگن*

*روی در امید دار و مُومکن*

ترجمو: "وري وحي آئي ته ان کي پاڻيءَ ۾ وجهه، اميد رک ۽ پريشان نه ٿيءُ."

حضرت موسيٰ عليه السلام کي درياءِ نيل جي پاڻي ۾ وجهي ڇڏ، آئون عزت سان تو وٽ پهچائيندس. ماءُ الله جي حوالي ڪري حضرت موسيٰ عليه السلام کي پاڻيءَ ۾ اُڇلائي ڇڏيو. الله تعاليٰ جي ڪرم ۽ رحمت جي انتها نه آهي، فرعون ٻاهر لکين ٻار مارائي رهيو هو، فرعون جي گهر ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جي پرورش ٿي رهي هئي. قدرت جي معاملي ۾ فرعون انڌو هو. دنياداري جي مڪر ۽ فريب ۾ فرعون جو مڪر دنيا جي بادشاهن کان مٿي هو. حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون جي سلطنت کي تباهه ڪري ڇڏيو. فرعون ۽ اُن جو مڪر هڪ نانگ هو، جنهن کي حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺ ڳهي ويئي، ڇاڪاڻ ته هر طاقت کان مٿان ٻي طاقت هوندي آهي ۽ سڀ کان مٿان خدا جي طاقت آهي. خدائي طاقت لامحدود سمنڊ آهي، ٻين طاقتن جا دريا اُن جي مقابلي ۾ هڪ واهه آهن. سڄي دنيا جون تدبيرون فقط هڪ موجود يعني الله تعاليٰ جي اڳيان معدوم آهن. فرعون جون جيتري قدر بُريون عادتون هيون اهي انسان جي نفس اماره ۾ موجود آهن. جيڪي بُرايون مون بيان ڪيون آهن اهي نفس اماره جي برائين جو هڪ سيڪڙو آهن ۽ ان

جو بيان بہ مڪمل نہ ٿي سگهيو آهي. خود انساني نفس ۾ جيڪي فرعوني خصلتون آهن جيڪڏهن اهي ڪنهن انسان کي سندس چئي ٻڌايون وڃن تہ اهو گهبرائجي ويندو پر هئي جون ڇاٽائي بيان ڪيون وڃن تہ هڪ قصي ۾ ڪهاڻيءَ جي طور ٻڌندو! انسان پنهنجي خصلتن کان جاهل ۽ ناواقف رهندو آهي. هر انسان کي برائي ڪرڻ جو موقعو نٿو ملي ورنہ هو اهي ڪم ڪري ڏيکاري جيڪي فرعون ڪيا. تاريخ بيان ڪرڻ وارن کان اهو قصو ٻڌ تان تہ لڪل رازن جو توکي علم حاصل ٿئي.

**اُن جوڳيءَ جو قصو جنهن سيءَ ۾ ستيل نانگ کي مُئل سمجهيو ۽ رسين ۾ ٻڌي ويڙهي بغداد ۾ ڪٽي آيو**

هن حڪايت جو مقصد هي آهي تہ نفس کي اُن جوڳيءَ جو اَرڙ نانگ سمجهہ جيڪو بظاهر مئل هو.

مار گيرے رفت سوئے ڪهسار
تابگيرد او بافسونهاش مار

ترجمو: "هڪڙو جوڳي هڪڙي جبل ڏانهن ويو تان تہ هو پنهنجي منترن سان نانگ جهلي."

جوڳي ڪجهہ منتر پڙهي پوءِ نانگ جهليندا آهن. جيڪڏهن طلب آهي تہ مطلوب ضرور حاصل ٿيندو. چاهي طالب سُست هجي يا چُست هجي. انسان کي گهرجي تہ پنهنجي معذورين کي نظر انداز ڪري طلب ۾ لڳي وڃي. طلب ڪرڻ جا جيتري قدر بہ طريقا آهن اهي اختيار ڪندو رهي. حضرت يعقوبؑ پنهنجي اولاد کي چيو هو تہ يوسفؑ جي تلاش ۽ طلب ۾ پنهنجي هر حسّ کي ڪم ۾ آڻيو. حضرت يعقوبؑ فرمايو هو تہ وَلَا تَايْـَٔسُوْا مِنْ رَّوْحِ اللّٰهِ (يوسف-٨٧) "الله جي رحمت مان مايوس نہ ٿيو" يعني يوسفؑ جي طلب ۽ جستجو ۾ ڪڏهن مايوس نہ ٿجو. محبوب جي ڇهري کي دل ۽ جان سان تلاش ڪريو. جيڪڏهن محبوب جي خبر ڏيڻ واري کي جان بہ ڏيڻي پوي تہ آماده ٿيڻ گهرجي. جنهن محبوب جي تلاش ۾ نڪتا آهيو اُن لاءِ هر پاسي ڳولا ڪريو.

وري بزرگ روميؒ محبوب حقيقي جي سراغ لڳائڻ جو بيان شروع فرمايو آهي تہ انسان جون صفتون الله جي صفتن جو مظهر آهن ۽ انهن صفتن جو اصل الله جون صفتون آهن. جهڙي طرح خوبيون راهنما آهن اهڙي طرح انسان جون برايون بہ راهنما آهن، ڇاڪاڻ تہ هر برائي جو انجام ڪا نہ ڪا ڀلائي آهي. انسان جي بي سرو ساماني عمده حالت جو پيش خيمہ آهي. جيئن طوبيٰ، جنت جو هڪ وڻ آهي، جنهن جون ٽاريون هر جنتي جي گهر ۾ هونديون، جنهن مان اهو خوشبو ۽ ميوو حاصل ڪندو. جنگيون صلح جو پيش خيمو هونديون آهن. ڪڏهن جنگ صلح تي ختم ٿيندي آهي تہ جڻ مقصد سان صلح ٿيو. ڪڏهن انسان جنگين کان گهبرائي خدا ڏانهن رجوع ڪندو آهي تہ جڻ خدا سان صُلح ٿيو. انسان تڪليفون برداشت ڪندو آهي تہ راحت نصيب ٿيندي آهي. ڪاوڙ ڪڏهن شفقت جي ڪري هوندي آهي، جيئن والدين جي اولاد تي. ڪڏهن ڪاوڙ جي بُرائي ڏسي ڪري انسان شفقت جو روّيو اختيار ڪندو آهي. ڪڏهن مخلوق جو بيجا غصو ۽ ڪاوڙ شفقت خداوندي جو سبب بنجي ويندي آهي. محبوب جي جفا ۽ ظُلم جي نتيجي ۾ وفا نمودار ۽ ظاهر ٿيندي آهي. شڪايت جو سبب تڪليف آهي ۽ تڪليف راحت جو سبب آهي. جهڙي طرح ڀلائي کي الله تعاليٰ ڏانهن راهنما بنايو اٿئي اهڙي طرح هر بُرائي کي بہ راهنما بناءِ. برائي مان ڀلائي جي رهنمائي حاصل ڪرڻ ۾ هڪ مقابلي واري شيءِ جي مقابلي ۾ ٻي شيءِ جو سراغ لڳائڻ ائين مُمڪن آهي جيئن حضرت موسيٰؑ جي لَٺ جو نانگ بنجڻ، حالانڪ ٻئي شيون متضاد آهن. اهڙي طرح جهان جي ٻين شين کي بہ سمجهہ. جوڳيءَ نانگ تماشي جي لاءِ پڪڙيو حالانڪ نانگ هلاڪت جو سبب آهي، جيڪو تماشي جو ضد آهي. اهو جوڳي سياري جي موسم ۾ جبلن تي حيرت انگيز نانگ ڳولي رهيو هو. جوڳيءَ نانگ هن لاءِ جهليو تہ اهو ماڻهن کي ڏيکاري حيرت ۾ وجهي. ماڻهن جو نانگ کي ڏسي حيراني ۾ پوڻ انهن جي ناداني آهي. جهڙي طرح جبلن

۾ نانگ هوندا آهن اهڙي طرح خود انسان ۾ برن اخلاقن جا ارڙ نانگ موجود آهن. تون هڪ نانگ کي ڏسڻ جو شوقين بنجين ٿو. پنهنجي اندر جا نانگ ڏسي وٺ. انسان جي، نانگ تي حيراني ائين آهي جيئن جبل نانگ تي حيران هجي. انسان پنهنجي رفعت ۽ بُلندي کي ڪونه سمجهيو، اشرف المخلوقات بنجي ويو. انسان پوڙهي شيءِ کان گهٽ بنجي ويو. ڪائنات انسان جي اعليٰ مقام کان حيران آهي پر اهو انسان پنهنجي حماقت ۽ بي وقوفيءَ سان ادنيٰ مخلوق کي ڏسي ڪري حيران ٿئي ٿو. جوڳي ان نانگ کي مئل سمجهي رهيو هو حالانڪ اهو نانگ زنده هو. جوڳي چڱي طرح جانچي ڪونه ڏٺو هو. اهو نانگ سيءَ ۾ ٺري ويو هو. مولانا روميءَؒ فرمائي ٿو ته دنيا ۾ جن شين کي بي حسّ و ادراڪ جماد مڃيو وڃي ٿو اهي به بيشڪ آهن ۽ بظاهر جماد آهن. حشر ۾ جڏهن سج انهن تي پوندو ته انهن جو سيءُ ختم ٿي ويندو ۽ انهن جو حسُ ۽ ادراڪ نمودار ۽ ظاهر ٿي ويندو جيئن ان نانگ جي معاملي ۾ ٿيو هو. حضرت موسيٰؑ جي لٺ جيڪا بي حسّ ۽ حرڪت هئي جڏهن دنيا ۾ نانگ بنجي ويئي ته عقل سمجهي ويو ته جمادات ۾ به حرڪت نمودار ٿي سگهي ٿي. انسان به مِٽي مان ٺهيو ۽ پوءِ اُن ۾ به حسّ ۽ حرڪت اچي ويئي. اهڙي طرح ٻين جمادات کي به سمجهو. انهن ۾ به حسّ ۽ حرڪت اچي سگهي ٿي. جمادات عالم دنيا جي اعتبار سان مرده ۽ عالم آخرت جي اعتبار سان زنده آهن. جڏهن الله تعاليٰ انهن ـ ي عالم آخرت واري رُخ کي اسان ڏانهن موڙيندو آهي تڏهن انهن جي زندگي ظاهر ٿي ويندي آهي. جبل جيڪو جمادات مان آهي اهو حضرت دائودؑ جو نغمو اختيار ڪندو هو، پنهنجو رُخ بدلائڻ سان لوهه حضرت دائودؑ جي هٿ ۾ ميڻ بنجي ويندو هو. هوا جيڪا بي حسّ ۽ حواس آهي، اها حضرت سليمانؑ جي لاءِ حمّالي جو ڪم ڪري ٿي. درياءِ نيل حضرت موسيٰؑ جي ڳالهه کي سمجهي ورتو. اُن جي دشمن فرعون کي ٻوڙي ڇڏيائين ۽ حضرت موسيٰ کي پار ڪيائين. حضورﷺ جي هٿان شق القمر (چنڊ چيرجڻ) جو واقعو صادر ٿيو ۽ چنڊ حضورﷺ جي آڱر جي اشاري کي سمجهي ويو. زمين قارون کي ارڙ وانگر ڳهي ويئي. مسجد نبوي جو اهو ٿُڙ جنهن جي سهاري حضورﷺ خُطبو ڏيندا هئا جڏهن منبر تيار ٿيڻ تي ان جو سهارو نه ورتائون تڏهن اهو روئي پيو. حضرت عليؓ کان منقول آهي ته هڪ موقعي تي هر پٿر ۽ وڻ حضورﷺ کي سلام ڪيو ۽ حضرت يحيٰؑ کي جبل پناهه ڏني هئي. ڪائنات جو هر ذرو دلالتِ حال سان پنهنجي ٻُڌڻ ۽ ڏسڻ جي ڪيفيت کي ٻڌائي ٿو. انسان جڏهن پنهنجا حواس وڃائي ويهي ته پوءِ اهو جمادات جي روح جو محرم نٿو بنجي سگهي. جيڪڏهن انسان پنهنجي جماديت ختم ڪري روحانيت حاصل ڪري وٺي ته ڪائنات جي تسبيح ٻڌي سگهي ٿو. ڪائنات جي تسبيح جون اهي تاويلون جيڪي معتزله ڪن ٿا انهن جو وسوسو به دل ۾ ڪونه ايندو. جيئن ته تنهنجي جان ۾ باطني نور جون روشنيون نه آهن، قرآن پاڪ ۾ آهي ته اِنْ مِّنْ شَيْءٍ اِلَّا يُسَبِّحُ بِحَمْدِهٖ وَلٰكِنْ لَّا تَفْقَهُوْنَ تَسْبِيْحَهُمْ (بني اسرائيل-٤٤)"هر شيءِ الله جي تسبيح پڙهي ٿي پر توهان ان جي تسبيح کي نه ٿا سمجهو." معتزله هي تاويل ڪن ٿا ته هن آيت ۾ تسبيح مان ظاهري تسبيح مراد نه آهي پر مطلب هي آهي ته ڪائنات جو مشاهدو ڪرڻ وارو تسبيح جو مڪان بڻجي ويندو آهي ته جڏهن ڪائنات، ان جي تسبيح جو سبب ۽ دلالت ڪندڙ بڻي ته چڻ اها ڪائنات تسبيح حضرت بڻي، جيئن حديث شريف ۾ آهي ته خير جو ڏس ڏيڻ وارو خود خير ڪرڻ وارو آهي.

اهي روحاني ڳالهيون ڪُنڊيون نه آهن انهيءَ ڪري نانگ جو قصو شروع ڪيو وڃي ٿو: اهو جوڳي نانگ کڻي بغداد ۾ آيو تان ته چوئنڪ تي مجمعو لڳائي. دجله جا ٻئي ڪنارا آباد آهن، اُتي مجمع لڳايائين. بغداد ۾ شور مچي ويو ته هڪ جوڳيءَ نانگ آندو آهي. ڪيترائي بيوقوف گڏ ٿي ويا. جوڳيءَ جو خيال هو ته ماڻهو گهڻا گڏ ٿين ته جيئن چندو جام ٿئي. چئني پاسي رش ٿي ويئي. مرد عورتون وڏي تعداد ۾ گڏ ٿي ويا. نانگ سيءَ ۾ سُڪل هو ۽ رسن ۾ ٻڌل هو. ماڻهن جي رش جي گرمي ۽ گهڻ ۽ پڻ سج جي گرمي اُن نانگ کي حرڪت ۾ آڻڻ جو سبب بنجي ويئي، اهو نانگ جنهن کي ماڻهو مئل سمجهي رهيا هئا زنده ٿي پيو، حيراني مان ماڻهن نعرا هنيا ۽ نانگ جي اُچل

سان ماڻهو وٺي پڳا پر نانگ رسن ۾ ٻڌل هو. رسا ٽوڙڻ لڳو. رسن ٽٽڻ جي آواز مجمع کي ڀڄاري وڌو. جو ڪجهه ۽ نانگ جو مثال ائين آهي جيئن ڏيڃو سُتل بگهڙ کي سجاڳ ڪن يا ڪو شخص خود ملڪ الموت وٽ هلي وڃي. اُن بيوقوف کي نانگ هڪ لقمو بڻايو. نانگ جي لاءِ اُن کي مارڻ ائين آسان هو جيئن ظالم حجاج جي لاءِ مسڪينن جو رت پيئڻ. اژدر نانگ جانور يا انسان کي ڳيهي اُن جون هڏيون ٽوڙڻ جي لاءِ اهڙي طرح حرڪت ڪندو آهي. شهر خالي ٿي ويو ۽ اژدر نانگ جبل واري پاسي جهنگ ڏانهن وڃڻ لڳو. بُزرگ رومي فرمائي ٿو ته انسان کي پنهنجي نفس کي اهڙي قسم جو اژدر سمجهڻ گهرجي. هن وقت وسيلن ۽ ذريعن نه هجڻ جي ڪري سيءُ ۾ مُئو پيو آهي. جيڪي اسباب ۽ ذريعا فرعون کي حاصل هئا. فرعون جي حُڪم سان نيل درياءَ ۾ سيلاب آيو هو، اهو فرعون جي لاءِ الله تعاليٰ جي طرفان استدراج هو. اسباب ميّسر نه هجڻ سان قوي ۽ طاقتور ڪمزور ۽ ضعيف بڻجي ويندو آهي. چرخ باز مال نه هجڻ جي ڪري مڇر بڻجي ويندو آهي. اسباب ۽ ذريعن نه هجڻ جي ڪري پنهنجي اژدر کي برف ۾ رک، متان اُن کي عراق جي گرميءَ ۾ ڪٽي وڃين. تنهنجو نفس سپ کان پهريان توکي هلاڪ ڪندو. نفس کي شڪست ڏي. نفس تي رحم نه ڪر، اهو سُني سلوڪ جو لائق نه آهي. نفس کي مردانه وار تڪليفن ۾ مبتلا رک. پوءِ الله جو وصل حاصل ٿيندءِ. جو ڪجهه ان نانگ کي گرميءَ سان آرام پهچايو ته اهو سرڪش بڻجي ويو. سرڪش ٿيڻ ڪانپوءِ اژدر جيڪي فتنا برپا ڪيا اهي منهنجي بيان کان سوين حصا وڌيڪ هئا. انسان جي غلط فهمي آهي جو اهو نفس کي آرام پهچائي اُن مان وفا ۽ وقار جي اميد ڪري ٿو. نفس کي مارڻ هر انسان کان مُمڪن نه آهي، اُن جي لاءِ موسيٰ عليه السلام جهڙي اولو العزمي گهرجي. تماشو ڏيکاري پئسا وصول ڪرڻ جي لالچ جو ڪجهه ڪي برباد ڪيو ۽ ماڻهن کي به نقصان پهچايو.

**فرعون جو حضرت موسيٰ عليه السلام کي ڌمڪائڻ**

گفت فرعونش چرا تو اے کلیم
خلق را کشتی و افگندی زبیم

ترجمو: ”فرعون حضرت موسيٰ عليه السلام کي چيو ته اي ڪليم الله! تو ڇو ڊپ کان ماڻهن کي ماريو ۽ ڪيرايو؟“

حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺ کي اژدر نانگ بڻجندي ڏسي تماشائين جو ميڙ متو هو ۽ ان ڀاڄ ۾ گهڻا ماڻهو مري ويا هئا. ان تي فرعون حضرت موسيٰ عليه السلام سان اها گفتگو ڪئي هئي ته جيڪي ماڻهو مئا انهن جا مائٽ توسان دشمني رکندا، ان ڪم سان ماڻهو دين جي باري ۾ شڪ شُبهي ۾ مبتلا ٿي ويا. پوءِ به تون ماڻهن کي پاڻ ڏانهن سڏي رهيو آهين. آئون به تنهنجي شر کان پوئتي پڳس ۽ توکان بدلي وٺڻ جي لاءِ ديگ تيار ڪري رهيو آهيان. جيتوڻيڪ هينئر آئون تنهنجو مقابلو نه ڪري رهيو آهيان پر بدلي وٺڻ جي فڪر ۾ آهيان. تون اها ڳالهه دل مان ڪڍي ڇڏ، ته تنهنجا پيروڪار ٿيندا. تنهنجي پاڇي کان سواءِ ٻيو ڪو به تنهنجو پيروڪار نه ٿيندو. تون ان تي گهمنڊ نه ڪر ته تو لٺ کي نانگ بڻايو، ان جهڙا جيڪڏهن وري به تون معجزا آڻيندين ته عوام جي لاءِ ڪِل جو سبب ٿيندو، تو جهڙا ٻيا به مڪار هئا، جيڪي نيٺ اسان جي مصر مان رُسوا ۽ خوار ٿي هليا ويا.

**حضرت موسيٰ عليه السلام طرفان ڌمڪيءَ جو جواب**

گفت با امر حقم اشراک نیست
گر بریزد خونم امرش باک نیست

ترجمو: ”حضرت موسيٰ عليه السلام فرمايو ته الله جي معاملي ۾ ڀاڱي ڀائيوار. جيڪڏهن اُن جو حڪم منهنجو رت وهائي ته ڪو حرج نه آهي.“

حضرت موسىٰ عليہ السلام فرمايو تہ الله تعاليٰ پنهنجي معاملي جو مختار آهي، منهنجي ان ۾ شرڪت نہ آهي. دنيا جي رُسوائي جنهن ۾ خدا جي رضامندي هجي مون کي منظور آهي. پنهنجي رسوائي ۽ خواري جي ڳالهہ مون چوڻ جي لاءِ ڇڏي، ورنہ الله جي رحمت ۾ يقين آهي تہ آئون رُسوا نہ ٿيندس. تون ئي رُسوا ٿيندين. غلبو ۽ عزت الله ۽ اُن جي غلامن جي لاءِ آهي. انهيءَ ڪري حضرت آدم عليہ السلام باعزت ٿيو ۽ شيطان ذليل ٿيو. الله وانگر الله جي تشريح جي انتها نہ آهي. خبردار! وات بند ڪر ۽ پنو ورائي ڇڏ.

**فرعون جو حضرت موسىٰ عليہ السلام کي جواب ڏيڻ لاءِ چاليهن ڏينهن جي مُهلت گهرڻ**

گفت فرعونش ورق در حکم ماست

دفتر و دیوان و حکم ایں دم مراست

ترجمو: ”فرعون حضرت موسىٰ عليہ السلام کي چيو تہ ڪاغذ منهنجي حڪم ۾ آهي. دفتر، ڪورٽ ۽ حُڪم هن وقت منهنجو آهي.“

فرعون حضرت موسىٰ عليہ السلام کي چيو تہ ڪاغذ، قلمدان ۽ حڪم منهنجو آهي. جڏهن تہ سڀ ماڻهو مون کي پسند ڪن ٿا. ڇا تون سيني کان وڌيڪ عقلمند آهين جو مون کي پسند نٿو ڪرين؟ اي موسىٰ! تون وڏائي نہ ڪر. آئون دنيا جي جادوگرن کي گڏ ڪندس تان تہ شهر کي تنهنجي جهالت ڏيکاريان. اهو هڪ ٻن ڏينهن ۾ ڪونہ ٿيندو پر چاليهن ڏينهن ڪانپوءِ ٿيندو.

**حضرت موسىٰ عليہ السلام جو فرعون کي جواب ڏيڻ**

گفت موسیٰؑ ایں مرا دستور نیست

بندہ ام اِمہالِ تو مامور نیست

ترجمو: ”موسىٰ عليہ السلام فرمايو: ان جي مون کي اجازت نہ آهي. آئون الله جو غلام آهيان. توکي مُهلت ڏيڻ جو حڪم نہ آهي.“

خدا کان سواءِ منهنجو ٻيو ڪو دوست نہ آهي. تون غالب آهين تہ خير آهي، آئون تہ الله جو غلام آهيان، جيستائين الله جو حڪم هوندو آئون مقابلو ڪندس. مون کي ان سان بحث نہ آهي تہ منهنجي مدد ٿيندي يا نہ.

**حضرت موسىٰ عليہ السلام کي فرعون جو جواب ڏيڻ**

گفت نے نے مہلتے باید نہاد

عشوہا کم دہ تو کم پیمائے باد

ترجمو: ”فرعون چيو تہ نہ، مهلت مقرر ڪرڻ گهرجي، تون دوکو نہ ڏي، فضول ڳالهيون نہ بناءِ.“

الله تعاليٰ حضرت موسىٰ عليہ السلام کي وحي موڪليو تہ ان کي مهلت ڏي. فرعون چاليهن ڏينهن جي مُهلت گهري هئي. حڪم ٿيو تہ ان کي مهلت ڏيو، ڀلي مڪر جون تدبيرون سوچي. آئون اُن جي سيني تدبيرن کي بيڪار ڪندس، تون ڊپ نہ ڪر، ان کي مهلت ڏي.

**فرعون کي حضرت موسىٰ عليہ السلام جو مُهلت ڏيڻ تان تہ هو شهرن مان جادوگرن کي گڏ ڪري**

گفت امر آمد برو مہلت ترا

من بجائے خود شدم رَستی ہلا

ترجمو: ”فرمايائين: حڪم اچي ويو. وڃ توکي مهلت آهي، آئون پنهنجي جاءِ تي وڃان ٿو. خبردار! تون ڇٽين وئين.“

حضرت موسيٰ عليه السلام قوم ڏانهن روانو ٿيو ۽ سندس پيرن هيٺان پٿر ذرا ذرا ٿي رهيا هئا. ارڙ نانگ پنهنجي ساهه سان شين کي پنهنجي وات ۾ چڪيندو آهي ۽ لوهه کي چباڙي ذرا ذرا ڪندو آهي. اهو نانگ فضا ۾ پنهنجي مٿي کي ٻه ماڙ جاءِ کان مٿي ڪري رهيو هو ۽ وات مان اُث وانگر گِجي ڪڍي رهيو هو ۽ اها گِجي ايتري قدر زهريلي هئي جو جنهن تي پئي ٿي اهو ڪوڙهه وارو بنجي ويو ٿي. اُن جي ڏندن جي آواز سان شينهن جو ساهه ويو ٿي. جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام قوم ۾ پهتو ته اهو نانگ لٺ بنجي ويو ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام ان تي ٽيڪ ڏني ۽ چوڻ لڳو ته اهو نانگ جو معجزو اسان جي لاءِ خورشيد راهِ هدايت آهي ۽ دشمنن جي لاءِ اونداهي رات آهي، جنهن ۾ انهن کي ڪجهه نظر نٿو اچي. فرعون جا لشڪري اُن جي سجاٽپ جون نشانيون ڇو نه ڏسي رهيا هئا ۽ ان روشن معجزي جا قائل ڇونه ٿي رهيا هئا؟ انهن جا حواس ۽ ذهانت موجود هئي، پوءِ به الله تعاليٰ انهن جي نظر بندي ڪري ڇڏي هئي. فرعوني حضرت موسيٰ عليه السلام جي معاملي کان حيران هئا. آئون انهن جي اڳيان هدايت جا گلدستا پيش ڪريان ٿو پر اهي گُل انهن جي لاءِ ڪنڊا بنجي وڃن ٿا. هدايت جو جام انهن جو حصو آهي جيڪي خودي کي فنا ڪري چُڪا هجن يعني اهي ماڻهو جيڪي دنيا جي معاملي ۾ سُتل هجن ۽ آخرت جي معاملي ۾ سجاڳ هُجن. خواب ۾ جيڪي عالمِ بالا جون شيون نظر اچن ٿيون، اهي ڪين عالم بيداري ۾ نظر اچڻ لڳنديون آهن. جيڪي ماڻهو دنياوي فڪرن ۾ مبتلا آهن، اهي انهن خوابن کان محروم آهن. مقامِ حيرت ۾ پُهچي ڪري سالڪ نه الله جي ذڪر تي قادر رهندو آهي ۽ نه دنياوي فڪر تي قادر رهندو آهي. جيڪي ماڻهو دنياوي معاملن ۾ هُنرمند آهن اهي بظاهر ٻين کان اڳيان آهن پر حقيقت ۾ اهي پويان آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي ته اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيۡهِ رٰجِعُوۡنَ (البقره-١٥٦)"اسين الله جي لاءِ ئي آهيون ۽ اُن ڏانهن واپس ٿيڻ وارا آهيون." واپسيءَ جو مطلب هيءُ آهي ته ٻڪرين جو ڌڻ جيڪو جهنگ ۾ چرڻ ويو آهي اهو گهر واپس موٽي. جيڪا ٻڪري وڃڻ ۾ ڌڻ کان پويان هوندي واپسيءَ ۾ اها اڳيان ٿي ويندي. ڌڻ موٽڻ وقت جيڪي جانور اڳيان هوندا آهن اهي پويان ٿي ويندا آهن ۽ پويان جانور اڳيان ٿي ويندا آهن. پويان رهڻ جي ڪري انهن کي ڏک هو. واپسيءَ ۾ اهي دنياوي معاملن ۾ پنهنجو پاڻ کي جاٽي ٻُجهي پويان رکندا آهن. بي سرو سامانيءَ ۾ عبادت گذاري ڪندا آهن ۽ سمجهندا آهن ته مشقتون برداشت ڪرڻ سان ئي اُخروي راحتون ميسّر اينديون.

عالمِ آخرت جو عقل درڪار آهي. اهوئي عالمِ آخرت جي رهنمائي ڪري سگهي ٿو. الله جي قرب تائين علمِ لُدني (اهو علم جيڪو سڌو سنئون ذاتِ باري کان حاصل ٿيو هجي) وٺي ويندو آهي. اهو علم جيڪو محض عقلي دليلن سان حاصل ڪيو ويو هجي، ڪتاب ۽ سنت سان اُن جو تعلق نه هجي،. اهڙو علم تون ماڻهن کي ڇو سيکارين ٿو؟ دنياوي مشغولين ۾ پسماندگي بهتر آهي، واپسيءَ ۾ سبقت حاصل ٿي ويندي. حديث شريف ۾ آهي ته نَحۡنُ الۡاٰخِرُوۡنَ السَّابِقُوۡنَ اسين دنيا ۾ سڀني امتن کانپوءِ آهيون، قيامت ۾ سڀني کان اڳيان هونداسون. زماني تاخّر (دير) جي باوجود ميوي کي وڻ تي تقدّم جو شرف حاصل آهي. ملائڪن امتحان جي وقت آخر ۾ چيو هو ته لَا عِلۡمَ لَنَآ اِلَّا مَا عَلَّمۡتَنَا ؕ (البقره-٣٢) "اسان کي فقط اهو علم حاصل آهي جيڪو تو اسان کي سيکاريو آهي." انهيءَ ڪري جيڪڏهن انسان ٻه دنيا جي مڪر ۽ فريب جي علم کان خالي هوندو ته ان کي عَلَّمۡتَنَا يعني علمِ خداوندي حاصل ٿي ويندو. حضور ﷺ اُمّي هئا. دنيا جي ڪنهن مڪتب ۾ تعليم ڪونه ورتي هئائون. خزانو غيرمشهور ويراني ۾ دفن ڪيو ويندو آهي. اهڙي طرح الله تعاليٰ پنهنجي امانت اهڙي شخص جي دل ۾ وديعت ڪندو آهي جنهن جي وڏيڪ شُهرت نه هجي. جهڙي طرح خزانو غيرمعروف ويراني ۾ هوندو آهي اهڙي طرح خوشي غم ۾ مخفي هوندي آهي ۽ سهولت تنگي سان گڏ هوندي آهي. هتي طبيعت ۾ هيءُ اشڪال پيدا ٿئي ٿو ته انبياء ۽ ڪيترائي عارف مشهور شخصيتون آهن ته پوءِ اهو چوڻ ته خزانو غير معروف ويراني ۾ هوندو آهي، ڪيئن صحيح ٿيندو؟ اهڙي طرح انسان جو ذهن ان اعتراض جو جواب ڏيندو ته جيڪڏهن شُهرت مقصود بنجي وڃي ته نقصانڪار آهي ۽ جيڪڏهن فقر ۽ مسڪينيءَ

جي باوجود من جانب الله هجي ته قبوليت جي منافي نه آهي. اعتراضن جو عقلي جواب سوچڻ بد،ان بهتر هيءُ آهي ته عشق جي باهه دل ۾ ٻاري وڃي جيڪا هر طرح جي اعتراضن کي ختم ڪري ڇڏيندي. جيڪو اعتراض دل ۾ پيدا ٿئي اُن جو جواب به دل ۾ ئي تلاش ڪرڻ گهرجي. دل جي گوشي ۾ جيڪو نور پيدا ٿيندو آهي اهو حق جي چنڊ جو عطا ڪيل آهي. انسان پنهنجي دل ڏانهن متوجهه ٿيندو آهي ته اُن تي اسرار کلندا آهن. تڪليف جي وقت انسان "يا ربّي" چوندي خدا ڏانهن متوجهه ٿيندو آهي. اهڙي طرح اعتراض جو جواب به اُن وٽان حاصل ڪرڻ گهرجي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته وَإِذَا مَسَّ الْإِنْسَانَ ضُرٌّ دَعَا رَبَّهُ مُنِيبًا إِلَيْهِ ثُمَّ إِذَا خَوَّلَهُ نِعْمَةً مِّنْهُ نَسِيَ مَا كَانَ يَدْعُوٓا إِلَيْهِ(الزمر-٧) "جڏهن انسان کي نقصان پهچي ٿو تڏهن اهو الله کي پُڪاريندو آهي. اُن ڏانهن رجوع ڪندي پوءِ جڏهن اهو اُن ٻانهي کي نعمت عطا ڪندو آهي" پوءِ اهو وساري ڇڏيندو آهي اُن کي جيڪو اُن کان گهرندو هو." مطلب ته اهڙي طرح ياد نٿو ڪري جهڙي طرح رنج جي وقت ياد ڪندو هو. اها ڪيفيت هن لاءِ آهي ته خدا تي پورو يقين نه آهي، ورنه ان جو رجوع دائمي الي الله هُجي. جنهن جي دل ۽ عقل کي پردو هوندو آهي ڪڏهن ذاتِ باري اُن جي لاءِ پوشيده هوندي آهي ۽ اهو اُن جي رستي کان به بي خبر هوندو آهي ۽ ڪڏهن اُن جي ياد ۾ بيحال ٿي ويندو آهي. دنياوي عقل جزوي آهي. عقل ڪُلي اهو آهي جيڪو من جانب الله عطا ٿيندو آهي. سالڪ جي لاءِ هڪ اهڙو مقام اچي ٿو جو هو انوار ۽ تجليات جي فراواني مان مبهوت ٿي ويندو آهي ۽ اُن کي نه ذڪر جو خيال رهندو آهي نه فڪر جو. مجاهدن ڪانپوءِ انسان جو قلب معارف ۽ اسرار جو خزانو بنجي ويندو آهي. آئون جيڪي قِصا ٻڌائي رهيو آهيان اهي گذريل ماڻهن جا قصا نه آهن پر توهان جو ۽ پنهنجو احوال بيان ڪري رهيو آهيان ۽ اُن جو مقصد رجوع الي الله آهي. ان کي اهي علوم نه سمجهجو جنهن کان آئون روڪي رهيو آهيان. منافقن قرآن کي به خالي اڳوڻن ماڻهن جون آکاڻيون چيو هو ۽ انهن قصن جو جيڪو مقصد هو ان کي نه سمجهيائون. اهڙي طرح منهنجي ڪتاب جو حال آهي. قرآن هڪ صفتِ خداوندي آهي جيڪو زمان ۽ مڪان کان بالاتر آهي، اُتي ماضي ۽ مستقبل جو ڪو فرق نه آهي. قرآن جي اعتبار سان ماضي ۽ مستقبل به شيون نه آهن. تنهنجي لحاظ کان به شيون آهن. نسبت جي بدلجڻ سان احڪام بدلجي ويندا آهن. هڪ شخص هڪ جي نسبت سان پيءُ آهي. اهو ئي شخص ٻئي جي لحاظ کان پُٽ آهي. ڇت ڪنهن جي لحاظ کان هيٺ آهي ڪنهن جي لحاظ کان مٿي آهي. خدا جي ذات ۽ صفتن کي مثالن سان سمجهڻ ممڪن نه آهي، ڇاڪاڻ ته لَيْسَ كَمِثْلِهِ شَيْءٌ (الشوريٰ:٢٦) قرآن جو حڪم موجود آهي. دريا جو ڪنارو نه آهي، ان ڳالهه جو خاتمو نه آهي، واپس متڪبر فرعون جي قصي ڏانهن موٽ ۽ ڏس ته هُن ڇا ڪيو.

**فرعون جو جادوگرن کي سڏڻ لاءِ شهرن ڏانهن ماڻهن کي روانو ڪرڻ**

**چونکہ موسیٰؑ بازگشت و اُو بماند**

**اہلِ رای و مشورت راپیش خواند**

ترجمو: "جڏهن موسيٰ عليه السلام واپس ٿيو ۽ فرعون اُتي رهيو. اُتي راءِ ۽ مشوري وارن کي گهرايائين."

قرآن پاڪ ۾ آهي ته

قَالَ لِلْمَلَإِ حَوْلَهُ إِنَّ هَٰذَا لَسَاحِرٌ عَلِيمٌ ﴿٣٤﴾ يُرِيدُ أَنْ يُخْرِجَكُمْ مِنْ أَرْضِكُمْ بِسِحْرِهِ فَمَاذَا تَأْمُرُونَ ﴿٣٥﴾ قَالُوا أَرْجِهْ وَأَخَاهُ وَابْعَثْ فِي الْمَدَائِنِ حَاشِرِينَ ﴿٣٦﴾ يَأْتُوكَ بِكُلِّ سَحَّارٍ عَلِيمٍ ﴿٣٧﴾ (الشعراء- ٢٧،٢٤). "(فرعون) پنهنجن آس پاس وارن سردارن کي چيو ته بيشڪ، هيءُ شخص داناءَ جادوگر آهي (هيءُ) اوهان کي اوهان جي مُلڪ مان پنهنجي جادوءَ سان لوڌڻ گهري ٿو، پوءِ مون کي (هاڻي) ڇا ٿا حڪم ڪريو؟ چيائون ته ڪيس ۽ سندس ڀاءُ کي ترساءِ، ۽ شهرن ۾ ڪوٺيندڙ کي موڪل، ته سڀ ڪنهن ڄاڻندڙ وڏي جادوگر کي تو وٽ آڻين." مطلب ته جتي ڪو مشهور جادوگر هو، اوڏانهن به قاصد روانا ٿيا.

جادوءَ جو اثر عام طور تي سفليات تي پوي ٿو، علويات متاثر نٿيون ٿين پر انهن جو ڪمال هو جو علويات کي بہ جادوءَ سان متاثر ڪري ڇڏيندا هئا. اهي ايتري قدر ماهر جادوگر هئا جو جادوءَ جي ذريعي شينهن جو ڪير ڏهي ڏيکاريندا هئا ۽ مَٽ تي سوار ٿي ڪري سفر طئي ڪندا هئا. چنڊ جي چانڊاڻ جو ڪپڙو بنائي ان کي وڪڻي ڇڏيندا هئا. خريدار جڏهن گهر پهچندو هو تہ ڪجهہ ڪونہ هوندو هو ۽ اهو حسرت سان مٿو پٽيندو رهندو هو. اهي جادوگريءَ ۾ مجتهد هئا، مقلد ڪونہ هئا. جادوگرن کي چيائون تي تہ اسين بہ فقير توهان وٽ آيا آهيون تہ حضرت موسىٰؑ وٽ هڪ لٺ آهي جيڪا نانگ بنجي وڃي ٿي. اُن جو بادشاهہ جي قلعي تي قبضو آهي، جنهن کان بادشاهہ ۽ فوج سڀ عاجز ٿي ويا آهن. جيڪڏهن توهان اُن کي هارايو تہ بادشاهہ گهڻو انعام ڏيندو. انهن ٻنهين تي خوف هن بنياد تي طاري ٿيو تہ جڏهن انهن ٻنهين فقيرن بادشاهہ ۽ پوري لشڪر کي خوفزده ڪري ڇڏيو آهي تہ خود موسىٰؑ ڪيتري قدر طاقت وارو هوندو. محبت هن لاءِ پيدا ٿي تہ ايتري طاقت جي باوجود اهو ظاهري شان ۽ شوڪت کان خالي آهي تہ خدا جو نيڪ ٻانهون هوندو. هنن جي خيال ۾ تہ جيئن اسين بہ جادوگر آهيون، حضرت موسىٰؑ ۽ حضرت هارونؑ بہ اسان وانگر جادوگر آهن ۽ انهن ڪمال جو معجزو پيش ڪري ڇڏيو آهي.

**ٻنهي جادوگرن جو ماءُ کان پيءُ جي قبر دريافت ڪرڻ ۽ سندس روح کان حضرت موسىٰؑ جي اصليت معلوم ڪرڻ**

بعد ازاں گفتند اے مادر بیا
گورِ بابا کو تو مارا رهنما

ترجمو: "ان ڪانپوءِ انهن چيو تہ امان هلي آ، (ٻڌاءِ) بابا جي قبر ڪٿي آهي؟ تون اسان جي رهنمائي ڪر."

پوءِ اهي پيءُ جي قبر تي ويا ۽ بادشاهہ لاءِ انهن ٽي ڏينهن روزا رکيا تان تہ پيءُ جي روح کان حضرت موسىٰؑ جي حقيقت معلوم ڪري سگهن. حضرت موسىٰؑ جي لٺ نانگ بنجي ڪري سيني کي ديڄاري ٿي. اي بابا! تون سچن جي جهان ۾ هليو ويو آهين. حضرت موسىٰؑ جي لٺ جو نانگ بنجڻ جيڪڏهن خدا جي طرفان ڪو معجزو آهي تہ تون اسان کي ٻڌاءِ تان تہ اسين ان جي تعظيم ڪريون. هن وقت اسين الله تعاليٰ جي رحمتن مان پنهنجي ڪڏن ڪارنامن جي ڪري مايوس آهيون. اسان جي لاءِ هدايت جو سج اُيري پوي ۽ اسين گمراهي کان هدايت تي اچي وڃون.

**مئل جادوگر جو پُٽن کي جواب ڏيڻ**

گفت شاں در خواب کاے اولادِ من
نیست ممکن ظاہر ایں رادم زدن

ترجمو: "هُن کين خواب ۾ چيو تہ اي منهنجا پٽڙؤ! ان ۾ پڌري پَٽ ڳالهہ ڪرڻ مُمڪن نہ آهي."

سندن مئل پيءُ جي روح خواب جي حالت ۾ چيو تہ ان جي باري ۾ صاف صاف ٻُڌائڻ ممڪن نہ آهي. اها پوشيده ڳالهہ مون کي معلوم آهي پر ٻڌائڻ جي اجازت نہ آهي. هڪڙي نشاني ٻُڌائي ڇڏيان ٿو جنهن مان توهان سمجهي ويندؤ تہ اهو جادو آهي يا معجزو، جڏهن توهان اُتي وڃو تڏهن اُن جي سمهڻ جي جڳهہ معلوم ڪريو. جڏهن اهو سُتل هجي تہ اُن جي لٺ چورائي وٺجو. جيڪڏهن توهان لٺ چورائي ورتي تہ اهو جادوگر آهي، جيڪڏهن نہ چورائي سگهيا تہ اها خدائي طاقت آهي ۽ اهو الله جو سچو رسول ۽ هدايت يافتہ آهي. جادو ۽ معجزي ۾ فرق هي آهي تہ سحر جو تعلق محض ساحر جي توجهہ ۽ تصرّف سان آهي ۽ معجزي جو تعلق نبي جي توجهہ ۽ همت سان نہ آهي پر اهو خدائي

ارادي جي ماتحت ظهور پذير ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري جادوگر جي غفلت جي وقت جادوءَ جو ڪو اثر ڪونہ رهندو ۽ نبيءَ جي ننڊ ۽ غفلت سان معجزي تي ڪو اثر ڪونہ پوندو، اهو معجزو قائم رهندو. جيڪڏهن اُن جي ننڊ جادو جي اثر کي باطل ڪري ۽ چور کي چورائڻ تي طاقت ٿي وڃي تہ جادوگر آهي. جيڪڏهن معجزو آهي تہ فرعون مقابلي ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهندو پر ذليل ۽ خوار ٿيندو. ڊراڙ سجاڳيءَ ۾ حفاظت ڪري سگهي ٿو، جڏهن سُمهي رهندو آهي تہ اُن جي حفاظت ختم ٿي ويندي آهي. معجزي جو تعلق خدا سان آهي. اُتي غفلت جوڪو تصّور نہ آهي انهيءَ ڪري اُن جي حفاظت مڪمل آهي.

**قرآن مجيد کي حضرت موسىٰ عليه السلام جي لٺ سان ۽ حضور ﷺ جن جي وصال کي حضرت موسىٰ عليه السلام جي سُمهڻ سان تشبيھ ڏيڻ ۽ قرآن مجيد ۾ تغيير ڪرڻ وارن کي انهن ٻن جادوگر ڀارن سان تشبيھ ڏيڻ جن ان وقت حضرت موسىٰ عليه السلام جي لٺ چورائڻ جو ارادو ڪيو هو جڏهن ڪيس سُتل ڏٺو هئائون.**

مصطفىٰ را وعده كرد الطافِ حق
گر بميرى تو نميرد ايں سبق

ترجمو: ”الله تعالىٰ جو مصطفىٰ ﷺ سان وعدو آهي تہ جيڪڏهن توهان جي وفات ٿي ويئي تڏهن بہ اهو سبق فنا نہ ٿيندو.“

الله تعالىٰ قرآن ۾ قرآن جي حفاظت جو وعدو فرمايو آهي تہ اِنَّا نَحْنُ نَزَّلْنَا الذِّكْرَ وَاِنَّا لَهٗ لَحٰفِظُوْنَ ﴿٩﴾ (الحجر- ٩) ”اسان ذڪر (قرآن) نازل ڪيو آهي ۽ اسين ئي ان جي حفاظت ڪرڻ وارا آهيون.“ قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَ رَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ ﴿٤﴾ (الم نشرح- ٤) ”۽ اسان تنهنجي ذڪر کي بُلند ڪيو آهي.“ قرآن پاڪ ۾ هي بہ آهي تہ لَا مُبَدِّلَ لِكَلِمٰتِ اللّٰهِ (الانعام-٣٤) ”اُن جي ڪلمن کي ڪو بدلائڻ وارو نہ آهي.“ آئون تنهنجي رونق کي وڌائيندو رهندس. رسول ﷺ جي ناراضگي خدا جي ناراضگي آهي. مڪي جي ابتدائي زندگيءَ ۾ صحابي سڳورا پنهنجو تعلق حضور ﷺ کان لڪائيندا هئا ۽ نمازون بہ لِڪي ڪري پڙهندا هئا. جڏهن دين سڄي جهان کي روشن ڪري ڇڏيو، جنهن سان مخالفن جون پريشانيون وڌي ويون، صحابن سڳورن قيصر ۽ ڪسرا جي حڪومتن تي قبضو ڪيو تہ زمين کان آسمان تائين اسلام مذهب پکڙجي ويندو ۽ قيامت تائين ڪا نئين شريعت ڪونہ ايندي. حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ حضور ﷺ هڪ ئي شريعت جا علمبردار ۽ پيغمبر آهن. جهڙي طرح حضرت موسىٰ عليه السلام جي لٺ جادوگرن جي نانگن کي ڳيهو هو اهڙي طرح قرآن پاڪ ڪفر کي ڳيهي ويندو. حضرت موسىٰ عليه السلام جي ننڊ جي باوجود جادوگر ان جي لٺ نہ چورائي سگهيا. اهڙي طرح توهان جي وفات ڪانپوءِ بہ مخالف قرآن ۾ گڙ ٻڙ نہ ڪري سگهندا. ملحدين فلسفي قرآن جي مُنزل من الله هجڻ جي باري ۾ جيڪي اعتراض ڪن ٿا، نورِ محمدي انهن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏي ٿو. الله تعالىٰ جيڪي واعدا ڪيا انهن کي نہ فقط پورو ڪيائين پر ان کان بہ وڌيڪ وڌايائين. اهي ٻئي جادوگر ڀائر مصر ڏانهن روانا ٿيا. جڏهن مصر ۾ پُهتا تڏهن ماڻهن کان حضرت موسىٰ عليه السلام جو ڏَسُ پڇيائون. ماڻهن ٻڌايو تہ حضرت موسىٰ عليه السلام کجيءَ جي هيٺان سُتو پيو آهي. ظاهري اکيون بند آهن پر دل جون اکيون اهو ڪجھ ڏسي سگهن ٿيون جيڪو جسم جون اکيون نٿيون ڏسي سگهن. توکي بہ دل جي اکين حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن توکي دل جون اکيون حاصل ٿي ويون تہ ست آسمان ۽ طرف تنهنجي نظرن کان غائب نہ ٿيندا. جيڪڏهن بادشاھ سجاڳ آهي تہ چوڪيدار جي سُمهڻ سان ڪو نقصان نٿو پهچي سگهي، دل بہ بمنزلہ بادشاھ جي آهي. جڏهن هُنن لٺ چورائڻ جي تياري ڪئي تہ لٺ ۾ حرڪت ٿيڻ لڳي. حضور ﷺ فرمايو تہ مُنهنجون اکيون سمهنديون آهن دماغ ۽ دل سُجاڳ رهندا آهن. اوهان کي معنىٰ ۽ حقيقتن جو طالب هجڻ گهرجي. لٺ جي حرڪت ڪرڻ سان اهي ٻئي ڀڳا ۽ مُنهن پر

ڪريا ۽ سندن چهرو هيڊو ٿي ويو. تڏهن يقين ٿي وين ته اها آسماني طاقت آهي.

جيڪڏهن ڪو شخص جادو هن مطلب سان سِکي ته اهو جادو ۽ معجزي ۾ فرق ڪري سگهي ۽ باطل کي حق کان جدا ڪري ته اهو جائز آهي پر جادو ڪرڻ مطلقاً بهر صورت ناجائز ۽ حرام آهي.

ڪِرڻ ڪانپوءِ انهن کي دست ٿي پيا ۽ بُخار اچي وين ۽ مرڻ جهڙا ٿي ويا. پوءِ انهن حضرت موسيٰ عليه السلام ڏانهن فوراً ماڻهو موڪليو ته اسان آزمائڻ چاهيو ٿي ۽ اهو حسد جي ڪري ڪونه هو، اسان کي معاف ڪريو. جيئن ته اسان الله جي رسول جو ڏوهه ڪيو آهي، انهيءَ ڪري اسان الله جي ئي ڏوهه ڪيو آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام جي معاف ڪرڻ ڪانپوءِ بخار ۽ دست ختم ٿي ويا ۽ اهي مسلمان ٿيا. حضرت موسيٰ عليه السلام انهن ِانهين جادوگرن کي فرمايو ته فرعون سان پنهنجي ۽ منهنجي ملاقات ۽ توهان جي معافي وغيره جو ذڪر نه ڪجو ۽ بلڪل اجنبي بنجي ڪري فرعون جي اڳيان منهنجي مقابلي لاءِ اچجو ۽ هر طرح جا ڪرتب ڪجو، مطلب ته بظاهر اجنبي بنجو ۽ آشنائي کي پردي ۾ رکجو.

### جادوگرن جو گڏ ٿيڻ ۽ اُن وٽان خلعتون وٺڻ ۽ سندس مخالف کي مغلوب ڪرڻ جي هام هڻڻ

*پس زمیں را بوسہ دادند و شدند*

*انتظارِ وقت فُرصت می بُدند*

ترجمو: "پوءِ جادوگرن زمين کي چُمي ڏني ۽ روانا ٿي ويا. فُرصت جي وقت جو انتظار ڪندا رهيا."

مطلب ته اهي جادوگر حضرت موسيٰ عليه السلام وٽان روانا ٿيا ۽ انتظار ڪرڻ لڳا ته ڪو وقت اچي ته اسين حضرت موسيٰ عليه السلام تي ايمان آڻڻ جو اظهار ڪريون. ان ڪانپوءِ فرعون وٽ ويا جنهن کان خِلعتون، غلام ۽ گهوڙا اڳوات ورتائون. فرعون چيو ته جيڪڏهن توهان حضرت موسيٰ عليه السلام تي غالب آيا ته ان کان وڌيڪ ڏيندس. حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ فرعون جي قصي مان دلچسپي پيدا ٿي رهي اهي پر مقصد خالي قصي جو نقل ڪرڻ نه آهي. قصو ته پراڻو آهي، ان قصي ۾ جيڪي حقيقتون آهن اهي مقصود آهن. قصو ته خالي آڙ جي لاءِ ذڪر ڪيو ويو آهي، اصلي مقصد ته اهو نور آهي جيڪو حضرت موسيٰ عليه السلام کي عطا ڪيو ويو هو. هر نبي جو نور امت جي ڪنهن راهنما ۾ منتقل ٿيندو رهندو آهي ۽ جنهن خاص صفت جو ڪو نبي مربوب هوندو آهي، اُن صفت جو ڪو عارف به مربوب هوندو آهي. شخص بدلبا رهندا آهن ۽ اُن خاص صفت جو نور منتقل ٿيندو رهندو آهي. جيڪڏهن تو شيشي تي نظر رکي ته وحدتِ حقيقي هڪ مان نڪري ويندي. ڇاڪاڻ ته شيشي سان تعدّد ۽ ٻيائي پيدا ٿيندي آهي. تعينّات تي نظر تعّدد ۽ ٻيائي جو سبب آهي. جيڪڏهن شيشو مقصد نه هجي پر نور مدِنظر هجي ته وحدتِ حقيقي نظر ايندي. مومن ۽ ڪافر جو نقطِ نگاه جيئن ته جدا آهي، انهيءَ ڪري انهن ۾ اختلاف پيدا ٿيو. جيئن ته انسان خليفه الله آهي، انهيءَ ڪري اهو وجودِ ڪائنات جو مغز ۽ خلاصو آهي.

### اونده رات ۾ هاٿيءَ جي شڪل ۽ ڪيفيت ۾ اختلاف ڪرڻ

هن حڪايت جو مقصد هي آهي ته ساڳي شيءِ جي ڏسڻ جا جڏهن زاويا بدلجي وڃن ته اختلاف پيدا ٿي پوندو آهي.

*پیل اندر خانہ، تاریک بود*

*عرضہ را آوردہ بودندش ہنود*

ترجمو: "هاٿي هڪ انڌيري گهر ۾ هو، هندستانين اُن کي پيش ڪرڻ جي لاءِ آندو هو."

اُن کي ڏسڻ لاءِ هر شخص اونداهين گهر ۾ ويو. هاٿيءَ کي مختلف ماڻهن مختلف زاوين سان ڏٺو ته انهن جي خيال ۾ اختلاف ٿي ويو. اونده ۾ اک سان ڏسڻ ممڪن نه هو، انهيءَ ڪري هاٿيءَ تي هٿ ڦيري اندازو لڳائي رهيا

هئا. هڪڙي سونڊ تي هٿ ڦيريو ۽ سونڊ ناري جهڙو هوندو آهي. اُن چيو تہ هاٿي ناري جهڙو آهي. هڪڙي ڪن تي هٿ ڦيريو. هاٿيءَ جا ڪَنَ ونجڻي جهڙا هوندا آهن اُن چيو تہ هاٿي ونجڻي جهڙو آهي. هڪڙي اُن جي ٽَنگ تي هٿ ڦيريو ۽ چيو تہ هاٿي ٿنڀي جهڙو آهي. ڪنهن جو هٿ چيله تي لڳو. هاٿيءَ جي چيله تخت وانگر ويڪري هوندي آهي. اُن چيو تہ هاٿي تخت وانگر آهي. جتي بہ اهي ماڻهو هاٿيءَ جو ذڪر ٻڌندا هئا تہ پنهنجي اندازي مطابق اُن جو تصور ڪندا هئا. جيئن تہ هاٿيءَ جو تصور سيني جي ذِهنن ۾ مختلف هو انهيءَ ڪري اُنهن هاٿيءَ جي پنهنجي پنهنجي اندازي مطابق جوڙجڪ بيان ڪئي. مثلاً ڪنهن اُن کي ”د“ چيو تہ ڪنهن ”الف“ چيو. جيڪڏهن هر ڪنهن جي هٿ ۾ بتي هُجي ها تہ انهن ڳالهين جو اختلاف نہ ٿئي ها. انسان جي حسي اک انهن ماڻهن جي هٿ جي ترِيءَ وانگر آهي. جيئن تہ انهن جي ترِي پوري هاٿيءَ تي لڳي ڪونہ هئي، اهڙي طرح هيءَ ظاهري اک ڪنهن شيءِ جي پوري حقيقت کي نٿي ڏسي سگهي. درياءَ جو وجود ٻي شيءِ آهي ۽ گِجي ٻي شيءِ آهي. گِجيءَ کي ڇڏ، اک سان درياءَ کي ڏس. مقصد هي آهي تہ حقيقت شُناسي هجڻ گهرجي. ظاهر پرستي نہ هجڻ گهرجي.

انساني جسم روح جي ڪري متحرڪ آهن پر افسوس جو انسان تن پروري ڪري ٿو ۽ روح کان غفلت ڪري ٿو. اڳ ۾ جسمن کي درياءَ سان تعبير ڪيائين، هاڻي جسمن کي ٻيڙين سان تعبير ڪري ٿو. جيڪڏهن انسان کي روح جو مشاهدو ٿي ويو تہ هاڻي اُن کي اڳتي قدم وڌائي ڪري ذاتِ حق جو مشاهدو ڪرڻ گهرجي. روح کي فيض پهچائڻ واري ذات الله جي آهي، جيڪا قديم آهي، جنهن آدمؑ ۽ حوا کي پيدا ڪيو. ذاتِ حق جو تعبير جيڪو اسان ڪيو آهي اهو اڌورو آهي، خود الله تعاليٰ پنهنجي لاءِ جيڪي تعبير فرمايا آهن اهي صحيح آهن. هاڻي جيڪڏهن انهن مثالن سان ان جي ذات ۽ صفتن کي بيان ڪيو وڃي تہ ان مثال تي توکي مڪمل اطمينان ٿيندو ۽ جيڪڏهن بلڪل اُن جو ذڪر نہ ڪيو وڃي تہ اها بہ افسوسناڪ ڳالهہ آهي. عوام تقليد جي ڏهڻ ۾ قائل آهي ۽ صفتن جي بيان تي يقين ڪرڻ کان سواءِ يقين جي اظهار لاءِ ٻُوڙن وانگر ڪنڌ ڌوڻڻ لڳندو آهي. ماڻهو تقليد کان تحقيق ڏانهن پيش قدمي نٿا ڪن ۽ نہ وري گهٽ ۾ گهٽ تقليد کي ترڪ ڪن ٿا. جڏهن انسان سفلي زندگيءَ جو عادي ٿي ويندو آهي تہ اُن جي لاءِ زندگي کي ڇڏڻ مشڪل ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن انسان هن سِفلي زندگي کي خيرباد چوي تہ اهو دل جي دنيا ۾ پهچي وحدت جا اسرار حاصل ڪري سگهي ٿو. ٻار کي جيستائين لذيذ غذائون نٿيون ملن تيستائين دائيءَ کي چنبڙيو پيو هوندو آهي. جڏهن ڪيس غذائون ملنديون آهن تڏهن دائي کان بي نياز ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح انسان جيستائين عالمِ سفلي کي ڇُهٽيو پيو آهي لذت جي اسرارن کان بي خبر آهي. جڏهن اها لذت حاصل ٿيندي تڏهن عالمِ سفلي ڏانهن اک کڻي بہ ڪونہ ڏسندو. ٻج زمين مان غذا حاصل ڪندو آهي. اهڙي طرح انسان عالمِ سفلي مان غذا حاصل ڪرڻ جو عادي ٿي ويو آهي، حالانڪ اُن جي اصلي غذا اها آهي جيڪا دل ۽ روح جي غذا آهي، جيڪا عالمِ ملڪوت مان حاصل ٿيندي آهي. تون دِل جي غذا حڪمت ۽ نصيحت مان حاصل ڪر، جنهن ۾ نور لڪل آهي جيڪو اصل غذا آهي. پوءِ استعداد پيدا ٿيڻ تي سڌو سنئون ان کي غذا حاصل ٿيڻ لڳندي. آهستي آهستي اها استعداد پيدا ٿي ويندي، جنهن سان حق جو مشاهدو ٿي ويندو، پوءِ عالمِ ملڪوت جو سير حاصل ٿيندو. عالمِ ملڪوت ڏانهن عُروجي سفر اهڙي طرح ٿيندو جهڙيءَ طرح اُن عالم کان هن عالم (جهان) ڏانهن نُزولي سفر ٿيو پر اهو سفر جيئن تہ توهان جي مدهوشيءَ ۾ ٿيو آهي، انهيءَ ڪري توهان کي نہ اهو سفر ياد آهي ۽ نہ اُن سفر کي طئي ڪرڻ جا رستا ياد آهن. جيڪڏهن توهان ان اچڻ واري سفر جون ڳالهيون ياد ڪرڻ چاهيو ٿا تہ جسماني ۽ مادي هوش ۽ حواس ختم ڪري روحاني هوش اختيار ڪريو ۽ هنن جسماني ڪنن کي بند ڪري روح جا ڪن کوليو، پوءِ توهان کي ڳالهيون ياد اچي وينديون ۽ عهدِ الستِ جو آواز ٻڌندؤ. مون توکي ٻڌايو تہ تو ۾ اڃان خامي آهي. تو دنيا جي بهار ڏٺي آهي، مُجاهدن ۽ رياضتن جي گرمي ڪونہ ڏٺي آهي. انسان ۽ دنيا جو مثال وڻ ۽ ميوي وارو آهي. ميوو

جيستائين ڪچو هوندو آهي تيستائين ٽاريءَ سان ان جو جوڙ مضبوط ۽ سخت هوندو آهي، جيئن جيئن اهو پچندو آهي تيئن سندن تعلق ڪمزور ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح ڪچو انسان دنيا ڪي چُهٽيو پيو هوندو آهي. جيڪڏهن اُن ۾ پڪائي ۽ پختگي اچي ويندي ته دنيا سان تعلق ڪمزور ٿي ويندو اٿس. پيٽ جو ٻار جيستائين پيٽ سان چهٽيل هوندو آهي ته اُن جي غذا رت آهي، جڏهن اهو ٻاهر اچي ٿو ته کير پيئي ٿو جيڪا بهترين غذا آهي. اهڙي طرح جيستائين انسان دنيا سان چُهٽيل آهي اناج اُن جي غذا رهندي آهي. ڪجھ اسرار ته مون ٻُڌايا پر ڪجھ اهڙا آهن جيڪي آئون نٿو ٻڌائي سگهان، اهي توکي روح القدس ٻڌائيندو. روح القدس مان هتي مراد جبرئيل عليه السلام نه آهي چاڪاڻ ته اُن جو چوڻ ۽ ٻڌائڻ ته فقط انبيائن سان خاص آهي پر حظيره القدس جا ٻيا ملائڪ مراد آهن. بزرگ چوي ٿو ته اهي ڳالهيون نه آئون توکي ٻڌائيندس، نه ڪو ملائڪ توکي ٻڌائيندو، پر نيٺ توکي اهو مقام حاصل ٿيندو جو تون خود پنهنجو پاڻ کي ٻُڌائيندين. تون منهنجي لاءِ ائين آهين جو آئون ۽ تون جو امتياز ختم ٿي ويو آهي. اها ڳالھ هڪ مقام تي پهچي ڪري اسرارِ خداوندي جي باري ۾ انسان خود چوڻ وارو ۽ خود ٻڌڻ وارو بنجي ويندو آهي. اُن کي هن مثال سان سمجهائي ٿو ته خواب جي حالت ۾ جڏهن انسان هڪ مقام کان هٽي مقام ڏانهن ويندو آهي ته اهي مقام خارج ڪونه ٿيندا آهن، خود اُن اندر هوندا آهن ۽ چڙهڻ اهو هلڻ وارو خود پاڻ وٽان هلي پاڻ وٽ ويو آهي. انسان خواب ۾ ٻڌي ٿو ته ڪو ٻيو اُن سان ڳالهيون ڪري رهيو آهي حالانڪ اهو ڪو ٻيو نه آهي پر خود چئي رهيو آهي ۽ خود ٻُڌي رهيو آهي. اچڻ وڃڻ جا مختلف مقام مخاطب ۽ متڪلم جو امتياز، اهو سڀ ڪجھ انسان اندر موجود آهي. انسان بظاهر عالمِ صغير آهي پر حقيقت ۾ عالمِ ڪبير آهي. انسان جي شخصيت سوين شخصيتن جو مجموعو ۽ گهرو سمنڊ آهي. انسان بيداري توڙي خواب جي حالت ۾ هڪ لامحدود شخصيت آهي. انهن اسرارن جي باري ۾ انسان کي اوستائين خاموشي اختيار ڪرڻ گهرجي، جيستائين خود الله تعاليٰ انهن کي ظاهر نه فرمائي. اهي اسرار تقرير ۽ تحرير ۾ نٿا سمائجي سگهن. پنهنجي دعويٰ ترڪ ڪر ۽ استاد ڪامل جو سهارو وٺ! حضرت نوح جي پُٽ ڪنعان سهارو پسند نه ڪيو ته تباهه ٿيو.

**حضرت نوح عليه السلام جو پُٽ کي سڏڻ ۽ اُن جو انڪار ڪرڻ**

هين بيا در ڪشتي بابا نشين
تا نگردي غرقِ طوفان اے مهين

ترجمو: ”خبردار! هلي آ، بابا جي ٻيڙيءَ ۾ ويهه اي ذليل! تان ته طوفان ۾ نه ٻُڏين.“

پٽ جواب ڏنو ته مون ٻچڻ جي تدبير سوچي ڇڏي آهي ته آئون تري ويندس. چيو ويو ته ترڻ ڪم نه ڏيندو، قهر جو طوفان آهي، تون نه بچي سگهندين. قرآن پاڪ ۾ ڪنعان جو مقولو ذڪر ڪيل آهي ته سَاٰوِيۡۤ اِلٰى جَبَلٍ يَّعۡصِمُنِىۡ مِنَ الۡمَآءِ (هود-٤٣) ”آئون جبل تي چڙهي ويندس اهو مون کي پاڻيءَ کان بچائيندو.“ حضرت نوح عليه السلام فرمايو ته خبردار! جبل هن وقت ڪک وانگر آهي. الله پنهنجي دوست کان سواءِ ٻئي کي پناهه نه ڏيندو. پٽ جواب ڏنو ته مون تنهنجي نصيحت ڪڏهن ٻُڌي آهي؟ تو هيءُ سوچيو آهي ته آئون اُن خاندان ۾ آهيان. تنهنجي گفتگو مون کي هرگز پسند نه آهي. پيءُ جواب ڏنو ته خبردار! هيءُ ناز جو ڏينهن نه آهي. اَللّٰهُ لَمۡ يَلِدۡ ۙ وَلَمۡ يُوۡلَدۡ ۙ (اخلاص-٣) آهي، اُن جي حضور ۾ نه پُٽن جي ناز جي گنجائش آهي، نه پيءُ جي راز جي گنجائش آهي. الله جي ذات عورت کان به پاڪ آهي. مردانه خواهش جي بنياد تي مرد عورت جي ناز برداري ڪندو آهي. الله جي دربار ۾ فقط عاجزي ۽ زاري ڪم ڏيندي آهي. ڪنعان جواب ڏنو ته بابا تون سالن کان اهو چئي رهيو آهين ۽ اڄنگا جواب ٻُڌي رهيو آهين. ننڍپڻ ۾، جيڪو ڪمزوري ۽ ناداني جو وقت هوندو آهي تنهنجو چوڻ نه مڃيم، هاڻي طاقت ۽ عقل جي وقت ڪيئن مڃيندس. پيءُ پُٽ

کي نصيحت ڪندو رهيو. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَحَالَ بَيْنَهُمَا الْمَوْجُ فَكَانَ مِنَ الْمُغْرَقِينَ ﴿٤٣﴾ (هود- ٤٣)" ۽ حائل ٿي ويئي انهن ٻنهين (ڪنعان ۽ حضرت نوح) جي وچ ۾ موج ۽ اهو ٻُڏي ويو." اُن وقت حضرت نوح عليه السلام عرض ڪيو تہ اي الله، تو مون سان وعدو ڪيو آهي تہ تنهنجي اهل کي طوفان کان بچائيندس. الله تعاليٰ فرمايو: قرآن پاڪ ۾ آهي قَالَ يٰنُوحُ اِنَّهٗ لَيْسَ مِنْ اَهْلِكَ ۚ اِنَّهٗ عَمَلٌ غَيْرُ صَالِحٍ ۖ (هود-٤٦) "اي نوح عليه السلام اهو تنهنجو پُٽ تنهنجي اهل مان نہ آهي، ان جا عمل سُٺا نہ آهن." جڏهن ڪو عضوو بيڪار ٿي وڃي تہ اُن کي جدا ڪرڻ ضروري ٿي ويندو آهي ورنہ سڄي جسم تي خراب اثر پوندا آهن. حضرت نوح عليه السلام تي حقيقت واضح ٿي ويئي، تڏهن پُٽ جي برباديءَ جي شڪايت ختم ڪيائين ۽ معذرت شروع ڪيائين تہ باغ مينهن جو محتاج هوندو آهي. اسين تنهنجي رحمت جا محتاج آهيون. حضرت نوح عليه السلام جيئن تہ ذاتِ باري ۾ فنا ٿي چڪو هو ۽ اُن کي ذاتِ باري سان متصل بہ نٿو چئي سگهجي، ڇاڪاڻ تہ اتصال ٿيائي کي چاهي ٿو ۽ مُنفصل بہ نٿو چئي سگهجي. وصول الي الله جي ڪيفيت ناقابلِ بيان آهي. ذاتِ باري تعاليٰ فڪر ۽ خيال کان بالاتر آهي ۽ نہ وري ذاتِ باري ڪنهن علت جي معلول آهي. حضرت نوح عليه السلام چوڻ لڳو تہ طوفان کان پهريان ۽ طوفان ڪانپوءِ تون ئي منهنجو مخاطب آهين. عاشق عام طور تي محبوبہ جي ڪنڊرات ۽ نشانن سان گفتگو ڪندا آهن پر حقيقت ۾ روءِ سُخن محبوبہ ڏانهن هوندو آهي. اهڙي طرح پين سان ڳالهہ ڪرڻ وقت بہ منهنجو روءِ سُخن توڏانهن هوندو آهي. عاشق جو رُخ جيتوڻيڪ محبوبہ جي دڙن ۽ ڪنڊرات ڏانهن هوندو آهي پرمقصود محبوبہ جو ذڪر هوندو آهي. تنهنجو شڪر آهي جو هاڻي تو انهن شخصن کي ئي ختم ڪري ڇڏيو جيڪي ڳالهيون ڪرڻ ۾ درمياني واسطو بمنزلہ دڙن جي هئا. اهي شخص اهڙا هئا جيڪي نہ خود صحيح ڳالهہ ڪندا هئا ۽ نہ منهنجي ڳالهہ جو صحيح جواب ڏيندا هئا. مون کي اهڙن مخاطبن جي ضرورت آهي جن مان صداءِ بازگشت نڪري، يعني آئون تنهنجو ذڪر ڪريان تہ اهي بہ تنهنجو ذڪر ڪن. ائين تنهنجو نالو تڪرار سان ٻُڌندس. دنيادارن جي اڳيان جڏهن دين جون ڳالهيون ڪيون وڃن ٿيون تہ اهي گهٽجي ويندا آهن. اهڙا ماڻهو صالحن جي صحبت جي لائق نہ آهن. اهڙن پست فطرت ماڻهن جو زيرزمين هجڻ بهتر آهي. حضرت نوح عليه السلام کي الله تعاليٰ فرمايو تہ جيڪڏهن تنهنجي خواهش آهي تہ فقط ڪنعان کي ئي نہ، آئون سيني کي زنده ڪريان. الله تعاليٰ حضرت نوح عليه السلام کي فرمايو تہ تنهنجي پُٽ ڪنعان جي معاملي ۾ آئون تنهنجي دل شڪني ڪرڻ نٿو چاهيان. حضرت نوح عليه السلام فرمايو تہ هاڻي آئون ڪنعان جي ڇوٽڪاري جو خواهان نہ آهيان، تنهنجي مرضي تي راضي آهيان. تنهنجي مرضي هجي تہ مون کي بہ غرق ڪر، تنهنجو حڪم مون کي جان وانگر پيارو آهي. تنهنجي ذات کان سواءِ منهنجو ڪو منظورِ نظر نہ آهي. جيڪڏهن ڪو ٻيو منظورِ نظر آهي تہ اهو بہ تنهنجي لاءِ ئي آهي. آئون خدا ۽ اُن جي فعل جو عاشق آهيان، مخلوق جو عاشق نہ آهيان. جڏهن تہ بُت پرست غير الله سان عشق ڪندا آهن. الله جي فعل جو عاشق باعزت هوندو آهي. اُن جي بنايل شيءِ جو عاشق ڪافر هوندو آهي. خالق کي رب بنائڻ ۽ مخلوق کي رب قرار ڏيڻ ۾ تمام باريڪ فرق آهي ۽ اِهو فرق اُهو سُڃاڻندو آهي جيڪو تاڙڻ ۾ ممتاز هوندو آهي.

### ٻن حديثن ۾ مطابقت

ٻنهين حديثن ۾ تعارض هي آهي تہ هڪ ۾ فرمايو ويو تہ ڪفر تي راضي هجڻ ڪفر آهي. ٻي حديث ۾ فرمايو ويو تہ جيڪو منهنجي قضا تي راضي نہ ٿئي تہ اهو منهنجو ٻانهو نہ آهي ۽ ظاهر آهي تہ ڪفر بہ خدا جي قضا ۾ آهي. ان اعتراض جو جواب پهرين شعرن تي مبني آهي. اڳين شعرن ۾ بزرگ فرمايو هو تہ الله جي ڪاريگري ۽ فِعل جو عاشق مومن آهي، مصنوع ۽ مخلوق جو عاشق ڪافر آهي. هاڻي سمجهڻ گهرجي تہ قضاءِ ڪفر جيڪو الله تعاليٰ جو فعل آهي ان تي رضا ضروري آهي ۽ اهو عين ايمان آهي ۽ ڪفر مقضي ۽ مخلوق آهي، اُن سان محبت ڪرڻ ڪفر

آهي. انهيءَ ڪري ٻنهين حديثن ۾ ڪو تعارض نہ آهي.

دی سوالے کرد سائل مرمرا
زانکہ عاشق بُود اُو بر ماجرا

ترجمو: ”ڪلهہ هڪ سائل مون کان سوال ڪيو ڇاڪاڻ تہ اهو بحث جو عاشق هو.“

اهو سوال ڪرڻ وارو بحث مباحثي جو ڪوڏيو هو. رسول الله ﷺ جي حديث حُجّت ۽ دليل آهي. ڪفر ۽ نفاق بہ الله جي قضا آهي، جيڪڏهن آئون اُن تي راضي ٿي وڃان تہ گمراهي آهي. جيڪڏهن ڪفر ۽ نفاق تي راضي نہ ٿيان تہ ہي حديث جو مخالف ٿيندس. ڪفر مخلوق ۽ قضاءِ خداوندي سان پيدا ٿيل شيءِ آهي. الله تعاليٰ جو فضل ۽ قضا نہ آهي. ڪفر قضاءِ خداوندي جو اثر آهي، جيڪو انسان جي ڪسب سان انسان ۾ ظاهر ٿيندو آهي. بحيثيت فعلِ خداوندي جي ڪفر تي راضي ٿيڻ عين ايمان آهي ۽ هن حيثيت سان تہ اهو اسان جي ڪسب ۽ ڪمائي سان وقوع ۾ اچي ٿو. اُن تي رضا ڪفر آهي. بُزرگ روميءَ جي ہئي جواب جو خلاصو هي آهي تہ قضاءِ ڪفر، ڪفر نہ آهي. انهيءَ ڪري قضاءِ ڪفر تي رضا ڪفر تي رضا نہ آهي. قضاءِ ڪفر کي جيڪڏهن ڪفر قرار ڏنو وڃي تہ نعوذ باالله خدا تي ڪافر جو اطلاق مڃڻو پوندو. ڇاڪاڻ تہ قضا فعلِ خداوندي آهي، جيڪڏهن اها ڪفر هجي تہ جنهن ذات سان فعل قائم هوندو آهي اُن تي فاعل جو اطلاق هوندو آهي. ٽئين اعتراض جي جواب جو خلاصو هيءُ آهي تہ قضاءِ ڪفر ۽ ڪفر ہئي جدا شيون آهن. قضاءِ ڪفر از قبيلِ علمِ آهي ۽ ڪُفر از قبيل جهل آهي، انهيءَ ڪري ٻنهين حديثن جو مفهوم جُدا آهي، ٻنهين ۾ ڪو تعارض نہ آهي. قضاءِ ڪفر جو علم هجڻ يا اهو تہ قضاءِ خداوندي علمِ خداوندي تي مبني آهي يا هن اعتبار سان تہ ٻانهي جي علم تي ئي هيءَ ڳالهہ مبني آهي تہ اهو خدا کي خالقِ ڪفر مڃي ٿو ۽ ڪفر لامحالہ صفاتِ خداوندي سان جهل تي مبني آهي. چوٿون حل هيءُ آهي تہ ڪفر بُري شيءِ آهي اُن تي رضامندي ڪفر آهي پر قضاءِ ڪفر ۽ خلقِ ڪفر الله جي اعتبار سان صفتِ ڪمال آهي، اُن تي راضي هجڻ ڪفر نہ آهي پر عين ايمان آهي جيئن هڪ خوشنويس (ڪاتب) خراب تحرير تي قادر هجي يا هڪ مصوّر خراب تصوير بنائڻ تي بہ قادر هجي تہ اها خراب تحرير ۽ خراب تصوير بُري شيءِ آهي پر ان جو لِکڻ ۽ بنائڻ خوشنويس ۽ مصوّر جو ڪمال آهي. اهي علمِ ڪلام جا بحث آهن جيڪي عشق جي منافي آهن. علمِ ڪلام جون نُڪتہ آفرينيون علماء عام طور تي پنهنجي علمي ڪمال کي ظاهر ڪرڻ جي لاءِ ڪندا آهن.

**هن بيان ۾ هڪ مثال تہ حيرت، بحث ۽ فڪر ۾ رڪاوٽ آهي**

اهلِ قال ۽ اهلِ حال ۾ فرق واضح ڪرڻ لاءِ هي قصو نقل ڪيو اٿس تہ جهڙي طرح حجّام فضول فرمائش ۾ نہ لڳو، اهڙي طرح اهلِ حال بحث مباحثي ۾ وقت ضايع ڪونہ ڪندا آهن.

آں یکے مردِ دو مو آمد شتاب
پے ﺛِﮟ یک آئینہ دارِ مستطاب

ترجمو: ”هڪڙي سُني آئيني واري (حجام) وٽ ٻُچي وارن وارو شخص تيزيءَ سان آيو.“

چيائين تہ مون نئين شادي ڪئي آهي منهنجي ڏاڙهيءَ جي سفيدي هٽاءِ. حجام ڏاڙهي ڪوڙي وارَ اُن جي اڳيان رکيا ۽ چيائين تہ اهڙي فضول فرمائش جو اهو ئي جواب مناسب آهي. وري بزرگ رومي رحمة الله عليه ہيو قصو ٻڌائي ٿو. ان قصي مان بہ هيءُ ظاهر ڪرڻ آهي تہ عشق وارو تہ پنهنجي لڳن ۾ هوندو آهي. فضول بحثن جو اُن وٽ وقت ڪونہ

هوندو آهي. جنهن کي ڏک لڳو اهو سور ۾ مبتلا هو. اُن کي ٺَڦر هٽڻ واري جي لغو بحث جي فُرصت ڪٿي هئي. چماٽ هڻڻ واري چيو آئون توکان هڪ سوال ڪريان ٿو اُن جو مون کي جواب ڏي، پوءِ مون کي مار. چماٽ هڻڻ واري چيو تہ ٺڪاءُ جو آواز منهنجي هٿ جو هو يا ڳڏهہ جو؟ جواب ۾ همراهہ چيو تہ مون کي درد مان ڇوٽڪارو نہ آهي جو آئون ان تي غور فڪر ڪريان. تون جيئن تہ درد کان خالي آهين انهيءَ ڪري اهڙي قسم جا بحث تنهنجي دماغ ۾ اچي رهيا آهن. پوءِ اهو درد وارو حق پرست هجي يا باطل پرست اهو پنهنجي ڌُن ۾ لڳو رهندو آهي، اهو عقلي بحثن ۾ ڪونہ پوندو آهي. جيڪو دين کان غافل ۽ عشق جي درد کان خالي آهي، اهو لايعني منطقي بحث ڪندو آهي. دردمند تہ الله تعاليٰ جا احڪام بجا آڻڻ ۾ رڌل رهندو آهي ۽ پنهنجي خيالن کي هڪڙي پاسي رکندو آهي.

## حڪايت

صحابہ ڪرام جيئن تہ حق جي درد ۾ مبتلا هئا انهيءَ ڪري انهن کي قرآن حفظ ڪرڻ جو وقت ڪونہ ملندو هو.

در صحابہ کم بُدے حافظ کسے
گرچہ شوقے بود جاں شاں را بسے

ترجمو: ”صحابين ۾ ڪو حافظ گهٽ ٿيندو هو جيتوڻيڪ انهن جي جان کي شوق گهڻو هو.“

صحابہ ۾ حافظ قرآن گهٽ هئا. هڪ هڪ سورت جي معنائن ۾ فڪر تي غور انهن جو سڄو وقت لڳندو هو. مشهور صحابين مان فقط چار حافظ هئا: اُبي بن ڪعب، معاذ بن جبل، زيد بن ثابت، ابو زيد. صحابي قرآن جي معنيٰ ۽ مغز سان پُر هئا. انهن جي لاءِ الفاظ جي زياده اهميت ڪونہ هئي. قانون آهي تہ جڏهن ميوو پچڻ تي ايندو آهي ۽ اُن ۾ مغز پرجي ويندو آهي تڏهن کَلَ گهٽجي ويندي آهي ۽ پَنڙي تي پچڻ لڳندي آهي. محبوب ۽ محب، عاشق ۽ معشوق ٻہ جدا شيون آهن. جيستائين اها ٻيائي آهي تيستائين حقيقي وصل حاصل نٿو ٿي سگهي. ذاتِ باري جي تجلي اوصافِ بشريت کي ختم ڪري ڇڏي ٿي. صحابہ ڪرام ۾ وحي الاهي فنائيت جي صفت پيدا ڪري ڇڏي هئي. انهيءَ ڪري مشاهدهءَ حق ۽ اشتغال بالعمل حفظِ قرآن جو موقعو نہ ڏيندو هو. ڇوٿون حصو قرآن شريف جو حفظ ڪرڻ بہ انهن جي لاءِ وڏي ڳالهہ هو. قرآن شريف جي اسرارن ۽ گهري معنيٰ کي سمجهندي الفاظ کي ياد ڪرڻ وڏي انسان جو ڪم آهي. صحابہ ڪرام کي مشاهدهءَ حق سان جيڪا مستي حاصل هئي اُن جي هوندي حفظِ قرآن جي آدابن جو پابند ٿيڻ هر انسان کان مُمڪن نہ آهي. مشاهدهءَ حق جي مستي استغناء پيدا ڪندي آهي، اُن جي هوندي نيازمندي جي نگهداشت ٻن متضاد شين کي گڏ ڪرڻ آهي ۽ اهو ائين ئي آهي جيئن ڪو شخص گول ۽ ڊگهي شيءِ کي گڏ ڪري. ناز ۽ نياز کي گڏ ڪرڻ ۽ مقامِ حيرت ۾ پُهچي ڪري امتياز کي باقي رکڻ ٻن متضاد شين کي گڏ ڪرڻ آهي. صفاتِ خداوندي جي تقاضا ناز هوندو آهي ۽ عبوديت جي تقاضا نياز آهي. تحّير محمود جي مقام تي عبد ۽ معبود جو فرق قائم رکڻ اهو صحابہ ڪرام ئي ڪري سگهيا ٿي. قرآن جي معنائن، اسرارن ۽ حڪمتن کي ڄاڻڻ کان سواءِ الفاظ کي رٽڻ ۽ اُنهن سان عشق ڪرڻ ائين آهي جيئن انڌي کي لٺ سان عشق هوندو آهي ۽ اهڙي حافظ قرآن جو مثال اُن صندوق جهڙو آهي جنهن ۾ قرآن شريف محفوظ ڪيو وڃي. نہ صندوق کي اُن جي معنائن ۽ اسرارن جو علمِ آهي ۽ نہ اُن شخص کي. ڇوڻ واري چيو تہ جيڪي ماڻهو قرآن جي اسرارن ۽ معنائن کان بي بهره آهن ۽ فقط الفاظ رٽين ٿا اهي قرآن جي حرفن ۽ ذڪر فڪر جي آيتن جون ڀريل صندوقون آهن. جيڪي ماڻهو خالي قرآن جي الفاظ جا حافظ آهن اهي بہ انهن کان بهتر آهن، جيڪي الفاظ کان بہ محروم آهن. اهي ماڻهو جن جا سينا قرآن جي الفاظ کان بہ خالي آهن انهن ماڻهن کان بهتر آهن جن جا سينا خيالاتِ فاسده ۽ باطل عقيدن سان ڀريل آهن. مطلب تہ جيڪي ماڻهو واصل بحق آهن انهن کي ڪنهن رهنما جي ضرورت نہ آهي. جڏهن مقصود حاصل ٿي وڃي تہ اُن جي

خبرچار معلوم ڪرڻ لغو ۽ بيڪار ڳالهه آهي. جيڪو شخص ماڙيءَ تي پُهچي ويو اُن جي لاءِ چاڙهيءَ ڪي تلاش ڪرڻ بيڪار آهي. واصل بحق جيڪڏهن الله تعاليٰ سان قُرب جي وسيلن ۽ ذريعن جو ذڪر ڪري ته ٻين جي تعليم جي لاءِ ڪري. جڏهن آئينو خود صاف آهي ته ان کي صيقل (روات) ڪرڻ بيڪار آهي. جڏهن محبوب تائين رسائي ٿي وڃي ته پوءِ قاصد ۽ پيغام جي جُستجو اجائي آهي.

**عاشق جو معشوق اڳيان ويهي عشق نامو پڙهڻ**

*آں یکے را یار پیشِ خود نشاند*

*نامہ بیروں کرد و پیشِ یار خواند*

ترجمو: ”هڪ عاشق کي معشوق پنهنجي اڳيان ويهاريو، عاشق خط ڪڍي معشوق جي اڳيان پڙهڻ لڳو.“

معشوق وٽ ويهي لکيل خط پڙهڻ، اهو معشوق جي ناگواري جو سبب هوندو آهي. عاشق ان خط ۾ تعريف معشوق جي ڪئي هئي ۽ پنهنجي عاجزي ۽ مسڪيني بيان ڪئي هئائين. معشوق سڄو مضمون ٻڌي ڪري چيو ته جيڪڏهن اهو خط منهنجي نالي هو ته وصل جي حالت ۾ ان جو پڙهڻ عمر ضايع ڪرڻ برابر آهي. معشوق جي اڳيان خط پڙهڻ جي مصروفيت، شڪوه ۽ شڪايتون عشق کان خالي هجڻ جي نشاني آهن. عاشق ته محو ديدار ٿي ڪري سڀ ڪجهه وساري ڇڏيندو آهي. عاشق معشوق کي چيو ته تون حاضر آهين پر تنهنجو شباب هٿي ويو آهي. پهريان صُحبت جو لطف هو، هاڻي اهو مون کي حاصل نه آهي، تنهنجو اڳيون رنگ روپ به ڪونه رهيو آهي. معشوق جواب ڏنو ته آئون تنهنجو معشوق نه آهيان، ڇاڪاڻ ته تون منهنجي ذات ۽ اُن جي مخصوص حالت تي عاشق آهين پر حال ته تبديل ٿيندا رهندا آهن. منهنجي پوري ذات تنهنجي معشوق نه آهي بلڪ توکي انجي جُزسان عشق آهي. آئون تنهنجو معشوق ڪونه ٿيس پر اها جواني معشوق هئي، جيڪا منهنجي ذات ۾ هئي. انهيءَ ڪري آئون صندوق هئس ۽ جواني اُن ۾ پئسن وانگر هئي ۽ عشق صندوق سان ڪونه هوندو آهي پر پئسن سان هوندو آهي. مطلب ته عارضي حُسن معشوق بنائڻ جي قابل نه آهي. عشق اُن ذات سان هجڻ گهرجي جيڪا لازوال آهي. انسان جي ابتدا به اها آهي ۽ انتها به اها آهي. قرآن شريف ۾ آهي ته اَللّٰهُ يَبۡدَؤُا الۡخَلۡقَ ثُمَّ يُعِيۡدُهٗ ثُمَّ اِلَيۡهِ تُرۡجَعُوۡنَ ﴿۱۱﴾ (الروم-۱۱)”الله ئي شروع ۾ پيدا ڪندو آهي، پوءِ وري اهو ٻيهر پيدا ڪندو، پوءِ توهان کي اُن ڏانهن موٽي ڪري وڃڻو پوندو.“ الله جي وصل ڪانپوءِ ڪنهن معشوق جو منتظر نه بنج. اهوئي ظاهر آهي ۽ اهوئي باطن آهي: وَ الظَّاهِرُ وَ الۡبَاطِنُ (الحديد-٣) عاشقِ خدا احوالن تي حاڪم هوندو آهي، احوالن جو محڪوم ڪونه هوندو آهي. زمانو اُن عاشق جو محڪوم هوندو آهي. اهو احوالن تي حڪمراني ڪندو آهي ۽ جسمن کي روح بنائيندو آهي. اصطلاح ۾ حال اها ڪيفيت آهي جيڪا قلب تي بغير ڪنهن تڪلّف ۽ ڪوشش جي محض خداوندي عنايت سان وارد ٿيندي آهي. جيئن قبض ۽ بسط، ذوق ۽ شوق وغيره ۽ اها ڪيفيت ڪنهن نفساني صفت جي ظهور مهل زائل ٿي ويندي آهي پر جنهن کي عشق الاهي ۾ فناء الفناء جو درجو حاصل ٿي وڃي، اهو انهن احوالن جو محڪوم ڪونه رهندو آهي پر انهن تي حاڪم بنجي ويندو آهي. جيڪو شخص احوالن جو تابع آهي اهو ڪامل نه آهي. فناء الفناء جي درجي تي پهچي ڪري احوال اُن عاشق جا تابع ٿي ويندا آهن، جنهن حال جي اُن کي خواهش هجي، اهو پيدا ٿي ويندو. اهو چاهي ته موت جهڙي ڪڙي شيءِ به مِٺي بنجي ويندي آهي ۽ ڪنڊا گُل بنجي ويندا آهن. مطلب ته اهو تصّرفات جو صاحب هوندو آهي. فناء الفنا جي درجي تي پهچي ڪري احوالن تي قادر بنجي ويندو آهي. جيڪو احوالن جو محڪوم هوندو آهي اُن ۾ قويٰ بشري جو غلبو رهندو آهي. اُن کي ڪڏهن عُروج ۽ ڪڏهن نُزول جي ڪيفيتن سان مقابلو ڪرڻو پوندو آهي. اهو صوفي ابن الوقت هوندو آهي جيڪو احوالن ۽ تجليّات تي قابو نه پائي سگهي ۽ اُن کان خوارق ۽ ڪرامتن جو ظهور اضطراري ٿيڻ لڳي.

صوفي اهو ابو الوقت ۽ صاحب مقام آهي جيڪو احوالن تي قادر هوندو آهي ۽ اُن ڪي روح ۽ نفس تي پوري طاقت هوندي آهي. اُن ڪان ڪرامتن جو ظهور ڪونہ ٿيندو آهي ڇاڪاڻ تہ اهو انهن ڳالهين کي سُنت الله جي خلاف سمجهي ٿو. ابو الوقت کي ابن الوقت تي گهڻي فوقيت حاصل آهي.

وري بزرگ رومي رحمه الله معشوق جي ڳالهہ شروع ڪري ٿو. معشوق عاشق کي چيو تہ تون منهنجي ذات جو عاشق نہ آهين پر منهنجي هڪ ڪيفيت ۽ حالت جو عاشق آهين. جيڪا شيءِ تغير پذير آهي اها معشوق ۽ معبود بنائڻ جي قابل نہ آهي. حضرت ابراهيم عليه السلام چنڊ ۽ سج جي باري ۾ فرمايو تہ لَآ أُحِبُّ الْأٰفِلِيْنَ (الانعام-٧٦) "آئون انهن زوال پذير شين کي پسند نٿو ڪريان. جن شين جو حُسن ۽ ڪمال زوال پذير آهي انهن کي صفاتِ باري جو فقط مظهر سمجهو. حقيقي محبوب نہ بنايو. ابوالوقت رب جي تجليّات ۾ غرق رهندو آهي جيڪو ابدي ۽ دائمي آهي. لَمْ يزل ۽ لا يزال سان عشق ڪرڻ گهرجي. انسان جي پنهنجي ذات جي چڱائي ۽ بُرائي طلب ۾ مانع ۽ رڪاوٽ نہ بنجڻ گهرجي. اُن کي هر وقت عشق ۽ معشوق حقيقي کي پيشِ نظر رکي ڪري جدوجهد جاري رکڻ گهرجي. طالب چاهي بيڪار ۽ ڪمزور هجي تہ بہ طلب پيدا ڪري. اُن جي ڪمزوري ئي مطلوب تائين راهنما بنجي ويندي. طلب جو اضطراب ۽ بي قراري لامحالہ مطلوب تائين پهچائي ڇڏيندي آهي ڇاڪاڻ تہ طلب ۽ جستجو ڪاميابي جي ضامن آهي. جهڙي طرح ڪُڪڙ جي ٻانگ باڪ ڦٽڻ جي نشاني آهي، اهڙي طرح جستجو مقصد تائين پهچڻ جي نشاني آهي. جيڪڏهن طلب نہ آهي تہ طلبگارن سان گڏ لڳي وڃڻ گهرجي، مقصود حاصل ٿي ويندو. نيڪن جي صُحبت اثر کان خالي ڪونہ رهندي آهي. جيڪڏهن ڪو ضعيف ۽ ڪمزور طالب حق آهي تہ ان کي حقير نہ سمجهو. دنياوي دولت بہ طلب، فڪر ۽ تدبّر سان ئي حاصل ٿيندي آهي. جيڪڏهن ڪنهن بزرگ جي صحبت سان ڪجهہ حاصل بہ ٿي وڃي تہ اها فقط استعداد هوندي. جيڪڏهن طلب ۽ جستجو ختم ڪئي وڃي تہ اها بہ ضايع ٿي ويندي. عربيءَ جو مشهور مقولو آهي تہ مَنْ جَدَّ وَجَد "جنهن لوچيو، تنهن لڌو." انسان جو هي خيال بلڪل غلط آهي تہ محنت ۽ مشقت کان سواءِ ڪجهہ حاصل ٿي سگهندو. جيڪو شخص محبوب جي طلب ۾ ڊوڙي ٿو اهو لامحالہ مطلوب کي حاصل ڪندو.

**محنت ڪانسواءِ رزقِ حلال جي تمنا!**

هن حڪايت جو خلاصو هيءُ آهي تہ اهو شخص بهرحال پنهنجيون تمنائون پوريون ڪرڻ جي ڌُن ۾ لڳو نيٺ سندس مقصد پورو ٿيو.

آں یکے در عہدِ داؤدِ نبی
نزد ہر دانا و پیشِ ہر غبی

ترجمو: "هڪڙو شخص حضرت دائود عليه السلام نبيءَ جي زماني ۾ عقلمند وٽ ۽ هر غبيءَ جي آڏو حاضر ٿيندو هو"

اهو شخص هر جڳهہ تي اها ئي دعا ڪندو رهندو هو تہ ڪيس محنت کان سواءِ دولت ملي وڃي. آئون جنهن اهليت جو آهيان مون کان اهوئي ڪم وٺ. مون تي روزي ڪمائڻ جي تڪليف نہ وجهہ. تو مون کي سُست ۽ ڪاهل پيدا ڪيو آهي ۽ تنهنجي مهربانين جي پاڇي ۾ سُتو آهيان، جيڪا راحت طلبي جي نشاني آهي. شايد تو ڪاهلن جي روزي ڪمائڻ کان سواءِ مقدّر ڪئي آهي. جنهن ۾ ڪمائڻ جي طاقت آهي اهو روزي تلاش ڪري ٿو، جيڪو ڪاهل آهي ۽ اُن ۾ ڪمائڻ جي صلاحيت نہ آهي اُن کي بہ روزي عطا ڪر. جهڙي طرح زمين جا پير نہ آهن ۽ تون اُن جي غذا ڪکر موڪلي پهچائين ٿو، اهڙي صرح منهنجو رزق بنا محنت جي مون وٽ پهچاءِ. ٻار ۾ هلڻ جي طاقت نہ آهي، تون اُن جي ماءُ جي ذريعي اُن جي غذا ڪيس موڪلين ٿو. مون ۾ خالي طلب آهي ۽ ڪو ذريعو اختيار ڪرڻ جي طاقت نہ آهي. ڪمائي کان سواءِ روزي حاصل ٿيڻ تي ماڻهن کي تعجب ٿئي ٿو جو حضرت دائود عليه السلام کي ايتري قدر فضيلتن

جي باوجود زِرهه ٺاهڻ جو پيشو اختيار ڪرڻ پوي ٿو تڏهن روزي مليس ٿي. حضرت دائود عليه السلام جي نغمي تي پکي پکڻ گڏ ٿي ويندا هئا. نغمي ۽ آواز جو معجزو فقط حضرت دائود عليه السلام کي مليو هو. حضرت دائود عليه السلام جڏهن وعظ ۾ سريلي انداز سان زبور پڙهندو هو تہ سوين ماڻهو وجد ۾ اچي ڪري بيهوش ۽ جان بحق ٿي ويندا هئا. نغمو ٻڌي شينهن ۽ هرڻ گڏ ٿي ويندا هئا ۽ وجد جي عالم ۾ هڪ ٻئي کان بي خبر رهندا هئا. حضرت دائود جي نغمي سان جهنگ ۽ جبل جي گونج هم آواز ٿي ويندي هئي. حضرت دائود جي چهري جو نور مطلق بہ هو ۽ مقيّد بہ هو. حضرت دائود عليه السلام لوهہ جون زرهون ٺاهي پنهنجي روزي ڪمائيندو هو. هيڏانهن هيءُ بدبخت چوي ٿو تہ هلندي ڦرندي ڪيس خزانو ملي وڃي ۽ اُن خزاني ۾ هن جا پير کُپي وڃن. اوچتو خزانو ملي وڃڻ جي تمنا تہ ائين آهي جيئن ڪو آسمان تي چاڙهيءَ کان سواءِ چڙهڻ جي تمنا ڪري. ڪو اُن کي مذاق ۾ چوندو هو تہ روزي اچي ويئي آهي، ڪو چوندو هو تہ ان مان اسان کي بہ ڏي. پر هي همراهہ پنهنجي دعا ڪونہ گهٽائيندو هو. اهو فقير پنهنجي بيڪار لالچ ۾ ضرب المثل بنجي ويو هو. اُن فقير پنهنجي دعا ۽ زاري ختم ڪونہ ڪئي. نيٺ الله تعاليٰ اُن جي دعا قبول ڪئي.

**دعا گُهرڻ واري جي گهر ۾ ڳئون جو گهڙي اچڻ ۽ عاجزي بابت رسول صلی الله عليه وسلم جن جو قول**

تا کہ روزے ناگہاں در چاشتگاہ

ایں دعا می کرد با زاری و آہ

ترجمو: ”ايستائين جو هڪڙي ڏينهن چاشت جي وقت هو دعا ۽ آه و زاري ڪري رهيو هو.“

اوچتو هڪ ڳئون سندس گهر ۾ گهڙي آئي جنهن اچي سِڱ سان در جي ڪُنڊي ٽوڙي. همراهہ جلدي ڳئونءَ کي رسيءَ سان ٻڌو. ڏِڃي ٻڌڻ کانپوءِ اُن کي ذبح ڪيو ۽ ڪاسائي وٽ ويو تہ اُن جي جلد کُل لاهہ. جهڙيءَ طرح پيٽ ۾ ٻار لِڪل آهي اهڙي طرح باطن ۾ خدا جي طرفان ڪمن جي تڪميل جي تقاضا لِڪل آهي. جيئن تہ اڳين شعرن ۾ روزي طلب ڪرڻ واري جي دعا جي مقبوليت جو ذڪر هو، انهيءَ ڪري اُن قصي کي ڇڏي مولانا مثنويءَ جي تڪميل لاءِ دعا گهري ٿو:

مون تي مثنوي جي پوري ٿيڻ جو بار نہ وجهہ پر مون کي مثنوي جي معنائن ۽ قوانين جي عنايت فرماءِ. تنهنجي مدد کان سواءِ صبح ۽ شام يعني زماني جي ڪهڙي طاقت آهي جو اها ڪنهن کان شعر چورائي. دنيا جي هر شيءِ الله جي تسبيح ڪري ٿي پر هر شيءِ جي تسبيح ڪرڻ جو طريقو جدا آهي. انسان جمادات ۽ پٿر وغيره جي تسبيح کي نٿو سمجهي سگهي، انهيءَ ڪري انسان انهن جي تسبيح جو انڪار ڪري ٿو. مشهور آهي تہ دنيا ۾ مذهبي 73 فرقا آهن جن مان 72 گمراهہ آهن، هڪ فرقو دُرست آهي هر فرقو پنهنجي اعتقاد مطابق الله جي تسبيح ڪري ٿو ڪيا ماڻهو اُن کان واقف ڪونہ هوندا آهن. ہ انسان جيڪي مذهبي اعتبار سان هڪ ٻئي کان جُدا آهن ۽ هڪ ٻئي جي تسبيح کي نٿا سمجهن تہ جمادات جي تسبيح کي ڪيئن سمجهي سگهجي ٿو. سُنّي فرقو پنهنجي عقيدي مطابق الله جي پاڪائي بيان ڪري ٿو، جبري فرقو پنهنجي اعتقاد مطابق الله جي پاڪائي بيان ڪري ٿو ۽ هڪ ٻئي جي تسبيح نٿا سمجهن. جتي جتي قرآن ۾ انسان کي ”قُم“ جو حڪم ٿيو آهي جنهن جي معنيٰ آهي ”بيهہ!“ اهو هن ڳالهہ جو دليل آهي تہ انساني فعل انسان جي قدرت ۾ آهي، ورنہ اُن کي حڪم نہ ڏنو وڃي ها. اهو جبري عقيدي جي خلاف دليل آهي پر جبري ان دليل کان بي خبر آهن. ازل ۾ اهي اختلاف مقدّر ڪيا ويا هئا تان تہ حق ۽ باطل جو فيصلو ٿي سگهي. ڪي خالص قهر ۽ ڪي خالص مِهر آهن. اهڙا قهر ۽ مهر هر شخص سمجهي وٺي ٿو. ڪي اهي مهر آهن جيڪي قهر ۾ لِڪل آهن. جيئن پيءُ جو ٻار تي تعليم جي لاءِ سختي ڪرڻ يا الله تعاليٰ جو ڪنهن مومن کي ڪنهن مرض ۾ مبتلا ڪرڻ. اهڙي طرح ڪي قهر اهي آهن جيڪي مهر ۾ پوشيده آهن. جيئن الله تعاليٰ جي طرفان ڪافرن

جي لاءِ دنياوي نعمتن ۾ فراخي ۽ ڪشادگي پيدا ڪرڻ. ان ڪي فقط خاصانِ خدا ئي سمجهن ٿا. عام ماڻهو مهر ۾ پوشيده قهر ۽ قهر ۾ پوشيده مهر جي باري ۾ ٻن نمونن جو خيال ڪن ٿا يعني اَن جي حقيقت ۾ شڪ ڪن ٿا.

### علم جا ٻہ پَرَ، شڪ جو هڪ پَرُ:

حقيقت تائين پهچڻ ۾ يقين جي پرواز مڪمل آهي،

علم را دو پر گماں را یک پرست
ناقص آمد ظن بپرواز ابترست

ترجمو: "علم جا ٻہ پَرَ آهن شڪ جو هڪ پَرُ آهي. شڪ اُڏامڻ ۾ ناقص ۽ پُڇ ڪٽيل آهي."

جنهن پکيءَ جو پُڇ ڪٽيل هوندو آهي ان جي پرواز صحيح ڪانہ هوندي آهي. شڪ ۽ گمان حقيقت تائين پُهچڻ جي لاءِ ڪرٽو پوندو آهي. جڏهن انسان يقين جي مرتبي تائين پهچي وڃي ٿو تڏهن اُن جي پرواز درست ٿيندي آهي. يقين جي مرتبي حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ سِڌي ۽ سچي اُڏام ٿيندي آهي. انسان ٺوڪر ڪونہ ڪائيندو آهي، انسان ڪي حقيقي معرفت حاصل ٿيندي آهي ۽ اُن جي پرواز جبرئيل وانگر ٿيندي آهي. انسان ڪي جڏهن علم جو اعليٰ مرتبو حاصل ٿيندو آهي تڏهن ماڻهن جي مدح ۽ گِلا کان بي نياز ٿي ويندو آهي. نہ مدح اُن ۾ موثر ٿيندي آهي ۽ نہ گِلا. ڪامل يقين وارو حاسدن ۽ خوشامدين جي ڳالهين کان قطعاً متاثر ڪونہ ٿيندو آهي. علم جي اعليٰ مرتبن حاصل ٿيڻ تي انسان بهرحال مطمئن رهندو آهي ۽ سمجهندو آهي تہ ماڻهن جي مدح ۽ گلا تہ هر حال ۾ جاري ئي رهڻي آهي.

### معتقدن جي رغبت جي وهم ۾ بيمار ٿيڻ ۽ ٻارن جي استاد جو قصو

هن حڪايت جو مقصد هيءُ آهي تہ جن ڪي علم ۽ يقين ڪونہ هوندو آهي اهي ڪنن جا ڪچا هوندا آهن ۽ مدح ۽ قدح کان متاثر ٿيندا آهن.

کودکانِ مکتبے از اوستاد
رنج دیدند ازملال و اجتهاد

ترجمو: "هڪ مڪتب جا ٻار استاد جي طرفان ٿڪاوٽ ۽ محنت جي ڪري رنجيده ٿي ويا."

ڪم ڪي ٽارڻ جي لاءِ انهن مشورو ڪيو تہ استاد ڪي پريشانيءَ ۾ مبتلا ڪجي. جيئن تہ هو قُدرتي طور بيمار نٿو ٿئي ۽ مڪتب ۾ برابر حاضر رهي ٿو، انهيءَ ڪري اسان ڪي ڪا فرضي ڪارروائي ڪرڻ گهرجي سيني کان ذهين ڇوڪري هيءَ تدبير سوچي تہ هو استاد وٽ وڃي چوندو تہ توهان جو رنگ پيلو ڇو ٿي رهيو آهي. شايد توهان ڪي بخار ٿي ويو آهي، ان سان استاد ڪي ڪجھ وهم پيدا ٿيندو. پوءِ ٻيو ڇوڪرو بہ اهو ئي چوي تہ استاد ڪي بيماري جو خيال اچا وڌندو، اهڙي طرح مسلسل ٻيا ٻارَ بہ چوندا ۽ استاد ڪي پنهنجي بيماريءَ جو يقين ٿي ويندو. ٽيھ ٻار مسلسل استاد ڪي ايئن چوندا تہ اها ڳالھ استاد جي دل ۾ ڄمي ويندي. ان تدبير تي هر ٻار اُن ذهين ڇوڪري ڪي شاباس ڏني ۽ دعا ڪئي. هنن طئي ڪيو تہ هاڻي سيئي ٻارَ ايئن ڪندا، ڪوبہ ٻار ان ڳالھ ۾ تبديلي ڪونہ ڪندو. ان ڪانپوءِ سيني هڪ ٻئي ڪي قسم ڏنو تہ اسان اها فرضي سازش ڪئي آهي. ڪوبہ چُغلخور ٿي نہ ٻُڌائي. اهڙي طرح اِن ٻار ۽ ٻين ٻارن جي عقل ۾ فرق آهي. جيئن سيني انسانن جو ظاهر هڪ جهڙو نہ آهي تيئن باطني حواس بہ هڪ جهڙا نہ آهن.

### عقلن ۾ فرق جو بيان

معتزلہ سيني انسانن جي عقل ڪي اصل فطرت ۾ هڪ جهڙو سمجهن ٿا ۽ فرق محض تجربي ۽ تعليم جي بنياد تي مڃين ٿا.

زين قبل فرمود احمدؐ در مقال
در زبان پنهان بود حُسنِ رجال

ترجمو: ”ان سلسلي ۾ حضور ﷺ جن فرمايو ته انسانن جو حُسن زبان ۾ پوشيده ۽ لڪل هوندو آهي.“

حديث شريف ۾ آهي اَلْمَرْءُ مَخْفِيٌ تَحْتَ لِسَانِهٖ ”انسان جي خوبي اُن جي زبان ۾ لڪل آهي.“ معتزله ان مسئلي ۾ غلط آهن. ڇاڪاڻ ته اهو ٻار جنهن کي نه ڪو تجربو آهي نه تعليم، ان جي راءِ ۽ تدبير تجربيڪار ماڻهن کان وڌيل ڏٺي وئي آهي. تڏهن معلوم ٿيو ته عقلن جو تفاوت فِطرتي آهي. عقل جي اها زيادتي جيڪا فطري آهي اها اُن کان بهتر آهي جيڪا ڪوشش ۽ تعليم سان حاصل ٿئي. ظاهر آهي ته الله جو عطيو بهتر آهي. عقل جي فوقيت جيڪڏهن فطري نه هجي ڪسبي هجي ته اُن جو مثال هيءُ آهي ته مندو تيز روي اختيار ڪري.

**مڪاريءَ سان ٻارن جو استاد کي وهم ۾ وجهڻ**

روز گشت و آمدند آں کودکاں
بر همیں فکرت سُوی مکتب رَواں

ترجمو: ”ڏينهن نڪتو ۽ اهي ٻار آيا ۽ تدبير مطابق مڪتب ڏانهن روانا ٿيا.“

سيئي ٻار دوڪي ڏيڻ جي تدبير لاءِ مڪتب کان ٻاهر بيٺا آهن ۽ اُن اڳرُو مڪّار جو انتظار ڪري رهيا آهن ته اهو دوست اڳ ۾ وڃي ڇاڪاڻ ته ان تدبير جو سرچشمو اهو هو. اهو مڪار آيو، استاد کي سلام ڪيائين: ”خدا خير ڪري، توهان جي چهري جو رنگ پيلو لڳو پيو آهي!“ استاد چيو: ”بڪ بڪ نه ڪر، تون وڃي ويھ، مون کي ڪا تڪليف ڪونهي.“ استاد بيماريءَ جو انڪار ڪري ڇڏيو پر تورو وهم دل ۾ ويهي رهيس. ٻيو ڇوڪرو آيو اُن به اها ئي ڳالھ ڪئي. ان تي استاد کي تورو وهم وڌيو. هڪبئي پويان جڏهن ڏهين ٻار به اها ڳالھ ڪئي ته استاد حيراني ۾ پئجي ويو.

**فرعون جو، ماڻهن جي تعظيم جي وهم سان بيمار ٿيڻ**

سجدۂ خلق از زن و از طفل و مرد
زد دلِ فرعون را رنجور کرد

ترجمو: ”عورتن ۽ ٻارن ۽ مردن جي سجدن اثر ڪيو ۽ فرعون جي دل کي بيمار ڪري ڇڏيو.“

فرعون کي خدائيءَ جي وهم جي بيماريءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيائون. فرعون اقتدار جي ڪِبھڻ ۾ اژڙ نانگ بڻيو، پوءِ به اُن جو پيٽ ڪونه ڀريو. انسان زمين تي تيزيءَ سان ڀڄندو وڃي ٿو ۽ ڪڏهن نٿو ڪري. زمين تي ڀڄڻ ۾ جيتري قدر زمين اُن جي استعمال ۾ اچي ٿي، جيڪڏهن اُن کان ڀٽو رستو ڪنهن بُلند ديوار تي هجي ته ان تي ڪڏهن به نٿو ڀڄي سگهي. ڇاڪاڻ ته ڪيس وهم ٿئي ٿو ته اهو ڪري پوندو ۽ ان قُوّتِ واهمہ جي بناءَ تي اهو ڪري پوي ٿو.

**وهم و گمان جي ڪري استاد جو بيمار ٿيڻ**

گشت استاد سخت سُست از وہم و بیم
بر جہید و می کشانید او گلیم

ترجمو: ”وهم ۽ ڊپ جي ڪري استاد گهڻو سُست ٿي ويو، اُٿيو ۽ چادر ڇڪيائين.“

استاد وچڻ وقت هي ڳالهيون سوچي رهيو هو ته گهر وارن کي مون سان محبت گهٽ آهي ڪ منهنجو هيءَ حال آهي ۽ انهن پُڇيو ئي ڪونه! اهي سوچين ٿا ته آئون مري وڃان ته انهن کي مون کان ڇوٽڪارو ملي! استاد ڪاوڙ ۾ گهر آيو ۽ سختيءَ سان دروازو کوليائين. ڇوڪرا استاد جي پويان هئا. زال چيو: "خدا خير ڪري، توهان جلدي گهر اچي ويا، ڪا تڪليف آهي ڇا؟" استاد چيو: "تون انڌي آهين، منهنجي حالت ۽ منهنجو رنگ ڏس، منهنجي ڏک ۾ ٻار روئي رهيا آهن، تون منهنجو خيال ئي نٿي ڪرين." زال ڪيس چيو ته توهان کي ڪا بيماري ڪونهي، توهان جو وهم اجايو آهي. استاد چيو: بيوقوف! تون جهيڙو ڪري رهي آهين، منهنجي ڏکئي ۽ بدليل حالت توکي نظر نٿي اچي، تون انڌي ۽ ٻوڙي آهين ته اِن ۾ منهنجو ڪهڙو قصور آهي. زال چيو ته آئون آرسي آڻيان ٿي، آرسي ڏسي ڪري توکي معلوم ٿي ويندو ته تون بيمار نه آهين ۽ منهنجو چوڻ درست آهي. استاد چيو: وڃ، تنهنجي آرسي نه گهرجي. تون هميشه بُغض ۽ سرڪشي ۾ مُبتلا آهين. جلد منهنجو بسترو وڇاءِ ته آئون سُمهان، منهنجو مٿو ڦري پيو.

**استاد جو بستري تي ليٽڻ ۽ بيماريءَ جي وهم کان روئڻ**

*جامهٔ خواب آورد و گستردش عجوز*

*گفتِ امکاں نے و باطن پُرز سوز*

ترجمو: "پوڙهيءَ بسترو آندو ۽ اُن لاءِ وڇايائين (پوڙهيءَ جي لاءِ) ڳالهائڻ ممڪن نه آهي ۽ دل ۾ ساڙ آهي "

استاد جي زال بسترو آندو پر ڳالهائڻ مُمڪن نه هو، ورنه اجا وڏيڪ بُڌي ها پر غلط ڳالهه تي سندس دل جلي رهي هئي: ڪجهه چوان ٿي ته ڪاوڙ ڪري ٿو، نٿي ڳالهايان ته اها وهمي بيماري حقيقي بيماري بنجي ويندي. جيڪڏهن آئون هيءُ چوان ٿي ته تون بيمار نه آهين ته دل ۾ اهو سوچيندو ته مون کي ڪو بُرو ڪم ڪرڻو آهي جنهن جي ڪري آئون ڪيس گهر مان ڪڍڻ چاهيان ٿي. زال بسترو وڇايو ۽ اُستاد ليٽي پيو ۽ روئڻ شروع ڪيائين ۽ ٻار اُتي ويهي رهيا. استاد کي بيمار بنائڻ جو بنياد وڌائون پر ڪو فائدو نه ٿيو. ان تي چوڻ لڳا: ڪا ٻي تدبير ڪريون جو هن مصيبت مان جلد راحت ملي.

**ٻارن جو استاد کي ٻيهر وهم ۾ مبتلا ڪرڻ**

*گفت اں زیرک کہ اے قومِ پسند*

*درس خوانید و کنید آواز بُلند*

ترجمو: "اُن چالاڪ ٻار چيو ته اي دوستو! اونچي آواز ۾ سبق پڙهو."

ذهين ٻار پهريان هيءَ تدبير سوچي ته سڀ ٻار زور سان سبق پڙهن. جڏهن ٻارن زور سان پڙهڻ شروع ڪيو تڏهن چيائين: اي ٻارو! اسان جي آواز جي ڪري استاد کي تڪليف ٿئي ٿي ۽ مٿي ۾ سور پوي ٿو، ڇا مناسب آهي ته هڪ دمڙيءَ لاءِ استاد جي مٿي ۾ سُور وجهون! ڇاڪاڻ ته هر ٻار استاد کي هر مهيني درهم جو ڇهون حصو ڏيندو هو.

**مڪاريءَ جي ڪري ٻارن جو ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ۽ مائرن جو ڪائڻ پُڇڻ**

*گفت استاد راست می گوید روید*

*وردِ سر افزوں شرم بیروں شوید*

ترجمو: "استاد چيو اهو ٺيڪ ٿو چوي وڃو! منهنجي مٿي ۾ سور وڌي ويو آهي ٻاهر وڃو."

ذهين ٻار جي چوڻ تي استاد چيو: هائو منهنجي مٿي ۾ گوڙ جي ڪري سور وڌي ويو آهي، ٻاهر هليا وڃو. ٻار

دعائون ڏيندا گهر مان هليا ويا. ٻار ائين ويا جيئن جهرڪيون داڻي ڏانهن اُڏامي وينديون آهن. ٻارن جون مائرون ڪاوڙجي پيون تہ اڄ پڙهائي جو ڏينهن آهي توهان پڙهائي کان نٽايو ٿا، راند جا شوقين آهيو. ٻارن چيو تہ امان اسان جو قصور نہ آهي، استاد بيمار ٿي پيو آهي، مائرن چيو تہ نہ. توهين سئو ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهيو، اسين صُبح جو اسڪول ڏانهن ويندئوسين تان تہ توهان جو اصل مڪر معلوم ٿي وڃي. ٻارن چيو تہ بسم الله الرحمٰن الرحيم وڃو، اسان جي سچ ۽ ڪوڙ کان واقف ٿيو.

**صُبح جو ٻارن جي مائرن جو استاد جي طبيعت پُڇڻ لاءِ وڃڻ**

*بامداداں آمدند آں مادراں*
*پُرسشِ استاد زهر گوشه رَواں*

ترجمو: "صُبح جو مائرون پُهچي ويون، هر پاسي کان روانيون ٿيون، استاد جي مزاج پُرسي لاءِ."

استاد سخت بيمار مريض وانگر سُتو پيو هو. عورتن وانگر مٿي تي پٽي ٻڌي سُتائين. گهڻين سَوڙين جي ڪري پگهر ٿيو هوس، آهستي آهستي دانهون ڪري لاحول پڙهي رهيو هو. عورتون چوڻ لڳيون تہ تنهنجي جان جو قسم! اسان کي خبر ئي ڪونہ هئي. استاد جواب ڏنو تہ منهنجي بيماريءَ جي مون کي بہ خبر ڪونہ هئي پر ٻارن ٻڌايو. زياده مصروفيت ۾ بيماريءَ جو پتو ڪونہ پيو. مشهور قصو آهي تہ مصر جون عورتون حضرت يوسفؑ جي حُسن ۾ اهڙو محو ٿي ويون جو اُنهن ميوي کي وڍڻ جي بجاءِ پنهنجا هٿ وڍي ڇڏيا. بهادر جنگ ۾ اهڙو مصروف هوندو آهي جو اُن کي هٿن پيرن ڪٽجڻ جي خبر ئي ڪونہ پوندي آهي ۽ رت وهندو پيو آهي ۽ پهلوان سمجهندو آهي تہ هٿ سلامت آهي ۽ اُن سان اهو ڪم ڪري رهيو آهي.

**روح مثل لباس جي ۽ هٿ ان جو ٻانهوٽو ۽ پير ان جو موزو هئڻ جو بيان**

*تابدانی که تن آمد چوں لبیس*
*رَو بجولابس لباسے رالمبیس*

ترجمو: خبردار! سمجهي ڇڏ، تہ جسم لباس مثل آهي. وڃ پائڻ واري کي ڳول، لباس کي نہ ڦاڙ."

روح جي لاءِ الله جي توحيد بهتر آهي. ظاهر کان سواءِ ان جا ٻيا هٿ پير آهن. خواب ۾ انسان جن هٿن پيرن کي ڏسي ٿو اهي ان مادي جسم جا نہ آهن بلڪ مثالي جسم جا هٿ پير آهن. روح کي عنصري جسم مان نڪرڻ ڪانپوءِ گهڻا معاملا پيش ايندا آهن. هن عَنصري جسم ۾ روح هڪ پکيءَ وانگر آهي جيڪو پڃري ۾ بند هجي. عنصري جسم مان نڪرڻ ڪانپوءِ روح بُلند پرواز بنجي ويندو آهي. جيئن تہ بزرگ روميءؒ هيءَ سمجهائي رهيو آهي تہ عنصري جسم جي نقصان سان روح ۾ نقصان نٿو اچي،. هاڻي هن حڪايت ذريعي هيءَ ٻڌائي ٿو تہ اُن بزرگ جو هٿ ڪٽجڻ جي باوجود بطور ڪرامت جي ڪم ڪرڻ لڳندو هو.

**خلوت نشين درويشن جو قصو**

*گر باہمہ چو بے منی بے ہمہٗ*
*ورب ہمہٗ چو بامنی باہمہٗ*

ترجمو: "جيڪڏهن تون سيني سان گڏ آهين پر مون کان سواءِ آهين تہ ڄڻ سيني کان جدا آهين. جيڪڏهن تون سيني کان سواءِ آهين پر مون سان آهين تہ سيني سان گڏ آهين."

هڪڙو درويش جبل ۾ مُقيم هو. تنهائي ۾ اڪيلائي ان جو اوڇڻ ۽ اوڍڻ هئي. هو الله جي عشق ۾ محو هو. انسانن جي ساهه ڪان بہ پري هو. جيئن اسان جي لاءِ اقامت آسان آهي تيئن ٻين جي لاءِ سفر آسان آهي. تون سرداري تي عاشق آهين ۽ اهو لوهار پٽي تي عاشق آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ كُلٌّ مُيَسَّرٌ لِمَا خُلِقَ لَهٗ "هر شخص جي لاءِ اهو ڪم آسان آهي جنهن جي لاءِ اهو پيدا ڪيو ويو آهي." انسان جا هٿ پير ڪنهن ڪم ۾ تڏهن ئي حرڪت ۾ اچن ٿا جڏهن منجهس اُن ڪم جي دلي خواهش هوندي آهي. عالمِ بالا ڏانهن ميلان ۽ لاڙو سعادت جي نِشاني آهي ۽ نيڪ ڪمن جي صدور جو سبب آهي. دنياوي ڪمن ڏانهن ميلان ۽ لاڙو تباهي جو سبب آهي. عقلمند اهو آهي جيڪو تباهي ڪان اڳ تباهي جي اسباب جي اصلاح ڪري. جاهل تباهي ڪانپوءِ روئندو آهي جيڪو بي سود آهي. دنياوي زندگيءَ ۾ جيڪڏهن آخرت جي رُسوائين ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪري وٺندؤ تہ حشر ۾ پريشان ڪونہ ٿيندوئ.

**سوناري جو نتيجي ڪي ڏسڻ ۽ ساهمي وٺڻ واري ڪي انجام جي مطابق ڪم ڇوڻ**

آں يڪے آمد بہ پيشِ زرگرے
کہ ترازو دہ کہ سنجم زرے

ترجمو: "هڪڙو شخص سوناري وٽ آيو (۽ چوڻ لڳو) تہ ساهمي ڏي، آئون سون توريندس."

سوناري انجام تي نظر ڪئي ۽ پريشانيءَ ڪان بچي ويو. سوناري همراهہ کي چيو تہ مون وٽ ڇاڻي نہ آهي. اُن همراهہ سون تورڻ جو ڪانٽو گُهريو هو. سوناري ڇاڻي ڏيڻ ڪان انڪار ڪيو. اُن ٻيو دفعو ساهمي گُهري. سوناري چيو تہ مون وٽ ٻُهارو نہ آهي. همراهہ چيو تہ آئون ساهمي گهران ٿو. تون ڇاڻي ۽ ٻُهاري جي ڳالهہ ڪرين ٿو. سوناري جواب ڏنو تہ آئون ٻوڙو ڪونہ آهيان ۽ نہ وري بيمار آهيان مون ٻڌو. اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ تون رعشي جي بيماري وارو پوڙهو آهين. ان بيماريءَ ۾ هٿ ۽ پير ڏڪندا آهن. آئون سمجهي ويو آهيان تہ تون سون تورڻ جي لاءِ ساهمي گُهري رهيو آهين پر تُنهنجا هٿ ڏڪي رهيا آهن، تون سون کي ڪيرائي وجهندين. جڏهن سون جا ذرا ڪِرندا تہ انهن کي سورڻ ¾ ميڙڻ جي لاءِ ٻُهارو گُهرندين. پوءِ مٽي ۽ واري گڏ ڪري اُنهن کي ڇاڻڻ جي لاءِ ڇاڻي گُهرندين. آئون اڳ ۾ ئي اهي ڳالهيون سمجهي ويو آهيان ۽ تنهنجي معاملي جو انجام مون کي نظر اچي ويو آهي، انهيءَ ڪري مون انجام تي نظر ڪري توکي جواب ڏنا هئا. جيڪو ڪم جي ابتدا کي ڏسي ۽ انجام تي نظر نہ ڪري اهو انڌو آهي، عقلمند اهو آهي جيڪو شروعات ۾ انتها تي نظر ڪري، جڏهن تہ مدار آخر ۽ پڇاڙيءَ تي آهي ۽ بادشاهي جو انجام بہ دنيا مان خالي هٿين وڃڻ آهي، انهيءَ ڪري درويش اڳ ۾ ئي دنيا مان دست بردار ٿي ويندو آهي. انهيءَ ڪري درويشي بادشاهي ڪان افضل آهي. ان ڳالهہ جي پُڇاڻي نہ آهي. زاهد مرد جو قصو وري ٻُڌ، جنهن جي رهڻي ڪهڻي جبل ۾ هئي.

**خلوت نشين عبادت گذار جو رهيل قصو**

اندراں کہ بود اشجار و ثمار
سےب و امرود و انارِ بے شمار

ترجمو: "اُن جبل ۾ ميوا هئا، بي شُمار صوف، زيتون ۽ ڏاڙهون هئا."

ان درويش جي خوراڪ ميون ڪانسواءِ ٻي ڪونہ هئي. درويش الله سان وعدو ڪيو هو تہ آئون ميوو ڪونہ پٽيندس ۽ نہ وري هٿي کي پٽي ڏيڻ لاءِ چوندس، باقي جيڪو ميوو پاڻهي ڪِريو اهو کائيندس. ڪافي وقت درويش وعدي جو پابند رهيو. حديث شريف ۾ آهي تہ اِنَّ قُلُوْبَ بَنِیْ اٰدَمَ كُلَّهَا بَيْنَ اُصْبُعَيْنِ مِنْ اَصَابِعِ الرَّحْمٰنِ كَقَلْبٍ وَّاحِدٍ يُصَرِّفُهٗ، كَيْفَ يَشَاءُ "انسانن جون سڀ دليون الله تعاليٰ جي ٻن آگرين جي وچ ۾ اهڙي طرح آهن جيئن هڪ دل، انهن کي جهڙي

طرح چاهي ٿو ورائي ٿو.“ قرآن شريف ۾ آهي ته كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِيْ شَاْنٍ (الرحمٰن-٣٠) يعني هر ڏينهن الله جو هڪ نئون شان آهي. حديث شريف ۾ آهي ته مَثَلُ الْقَلْبِ كَرِيْشَةٍ فِيْ فَلَاةٍ تُقَلِّبُهَا الرِّيَاحُ كَيْفَ تَشَاءُ ”دل جو مثال ميدان ۾ پيل پک وانگر آهي، جنهن کي هوائون جنهن طرف چاهين، ڦيرائين ٿيون.“ ٻي حديث ۾ آهي ته قَلْبُ الْمُؤْمِنِ اَشَدُّ غَلَيَانٍ ”مومن جي دل هنڌي (ديگڙيءَ) کان به وڌيک جوش کائي ٿي“ يعني هڪ حال تي نٽي رهي. ڪڏهن اُن ۾ اُڀار اچي ٿو ۽ ڪڏهن لهراءُ اچي ٿو. دل ۾ اهي ڪيفيتون الله تعاليٰ پيدا فرمائي ٿو. حضرت علي ڪرم الله وجهه يا ڪنهن ٻئي بزرگ جو قول آهي ته عَرَفْتُ رَبِّيْ بِفَسْخِ الْعَزَائِمِ ”مون پنهنجي خدا کي ارادن جي تبديليءَ سان سُڃاتو.“ تون دل جي راءِ تي ڇو مطمئن ٿين ٿو، وعدو ڪرين ٿو ته پڇاڙيءَ ۾ شرمنده ٿئين ٿو. پڪيءَ جا سڀ هوش ۽ حواس درست هوندا آهن ۽ پوءِ پنهنجي اختيار سان ڄار ۾ ڦاسندو آهي.

### قضا جي ڄار جي تشبيهه جيڪا ظاهر ۾ لڪل ۽ اثر ۾ ظاهر آهي

بنگر اندر دلق مهتر زادهٔ

ستر برهنه در بلا افتادهٔ

ترجمو: ”هڪ اميرزادي کي گودڙيءَ ۾ ڏس، مٿو اگهاڙو اٿس، مصيبت ۾ ڦاٿل آهي.“

هو هڪ معشوق جي عشق ۾ تباهه آهي، پنهنجو سامان ۽ جائيداد وڪڻي چُڪو آهي. پنهنجي قوم ۾ ذليل ٿي ويو آهي. ان اميرزادي سان هر شخص اختلاف ۽ جهڳڙو ڪندو هو، ان جي ڪري ان جي دل زخمي ۽ قتيل هئي. جنهن بزرگ کي ڏسي اُن کي توجه لاءِ عرض ڪري ته جيئن ٿوري دير غم مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري. اُن امير زادي جي هٿ ۾ نه ٻيڙي هئي نه پيرن ۾ زنجير هئي، عشق جون ٻيڙيون هيون. عشق جون زنجيرون لوهه جي زنجيرن کان به وڌيک سخت هونديون آهن ۽ عشق جو قيدخانو عام قيدخانن کان وڌيک سخت آهي. لوهه جي زنجير کي لوهار ڪٽي سگهي ٿو. عام قيد خانن کي بند به ڪري سگهجي ٿو پر عشق جي معاملي ۾ اهو مُمڪن نه آهي. عشق جي مخفي بند کي حضور عليه السلام ۽ عارف ڪامل ڏسي سگهن ٿا. حضور صلي الله عليه وسلم جن اُن رسيءَ کي جيڪا اُم جميل ابولهب جي زال جي ڪنڌ ۾ هئي ۽ اُن پريءَ کي جيڪا اُن جي چيلهه تي هئي ڏسي رهيا هئا. سوره تبت ۾ ابولهب جي زال اُم جميل بنت حرب جي باري ۾ حَمَّالَةَ الْحَطَبِ فِيْ جِيْدِهَا حَبْلٌ مِّنْ مَّسَدٍ (اللهب- ٤،٥) آيو آهي يعني اها ڪاٺين جي پري کڻڻ واري آهي، اُن جي ڪنڌ ۾ مُڃ جي رَسي آهي. مُفسرن ان جون مختلف تاويلون ڪيون آهن. بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته تاويلن جي ضرورت نه آهي، حضور صلي الله عليه وسلم کي اهي شيون نظر اچن ٿيون. مفسرن پريءَ مان مراد گناهن جو بار يا چُغل خوري ۽ رسيءَ مان جهنم جو طوق مراد ورتو آهي. انهن شين جو ديدار اُن وقت ٿيندو آهي، جڏهن انسان دنياوي حواس ختم ڪري خود فراموشي اختيار ڪري. انهن تاويلن ڪرڻ وارن جا ظاهري هوش حواس آهن جن کي الله تعاليٰ نورِ بصيرت عطا فرمايو آهي. اهي سڀ علامتون ڏسي وٺندا آهن ۽ نيڪ بخت ۽ بدبخت ۾ فرق ڪري وٺندا آهن پر بصيرت وارا الله جو راز ظاهر ڪونه ڪندا آهن. ان ڳالهه جو خاتمو نه آهي. اهو درويش بُک جي ڪري ڪمزور ٿي ويو ۽ جسم قيدي هو.

### خلوت نشين درويش جو وڻ مان زيتون پٽڻ تي مجبور ٿيڻ ۽ بنا دير الله تعاليٰ جي طرفان پڇاڻو

اُن بزرگ کي عهد شِڪنيءَ جي هيءَ سزا ملي ته چوريءَ جي الزام ۾ اُن جو هٿ ڪٽيو ويو.

پنجروز آں باد امرودے نريخت

زآتش جوعش صبوری می گريخت

ترجمو: ”هوا پنجن ڏينهن تائين ڪو زيتون ڪونه ڪيرايو، بُک جي باهه جي ڪري هن جو صبر جواب ڏيئي بيٺو.“

پنج ڏينهن بکيو رهڻ سان اُن ۾ صبر جي طاقت ڪونه رهي. درويش هڪ ٽاريءَ تي زيتون ڏٺا پر پنهنجو پاڻ کي روڪيائين. طبيعت غالب اچي ويئي ۽ صبر مغلوب ٿي ويو. اُن بزرگ وعدو ڪيو هو ته ڪو ميوو پاڻ پٽي ڪونه کائيندس، وڻ مان زيتون پٽي وعدو ٽوڙيائين. الله تعاليٰ جي طرفان گوشمالي ٿي جنهن سندس اکيون کولي ڇڏيون، ڇاڪاڻ ته جيڪي بارگاهه جا مقرّب هوندا آهن اُنهن جي آزمائش به وڏي هوندي آهي. اهڙو وعدو نه ڪر، جيڪو پورو نه ڪري سگهين. وعدي جي وفا ضروري آهي پر اهو به خدا جي توفيق سان ئي ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن وعدن کي پوري ڪرڻ جي لاءِ الله تعاليٰ جو فضل شامل حال نه ٿيندو ته لامحاله رسوائي ٿيندي. اُن درويش جيئن وعدو ٽوڙيو ته فوراً قيدي بنجي ويو. الله تعاليٰ جي غيرت اُن کي سزا ڏني، ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ فرمايو آهي اَوْفُوْا بِالْعُقُوْدِ ؕ (المائده-٥) ”وعدا پورا ڪريو“. اُن علائقي ۾ چورن جو هڪ ٽولو رهندو هو جن لاتعداد سون ۽ چاندي آندو هو. انهن چورن مان ڪجهه پڳا ۽ انهن جبل ۾ پناهه ورتي.

**خلوت نشين درويش تي چورن سان گڏ هجڻ جي تُهمت لڳڻ ۽ سندس هٿ ڪٽجڻ**

*بيست از دُزداں بُدند آنجا و بيش*
*بخش مي ڪردند مسروقات خويش*

ترجمو: ”اُتي ويهه ۽ ڪجهه وڌيڪ چور هئا جيڪي چوريءَ جو مال ورهائي رهيا هئا.“

چوڪيدار کي خبر پئي ته هُن سيني چورن کي جهلي ورتو ۽ جلاد کي حڪم ڏنو. جلاد فوراً هر هڪ جو ساڄو هٿ ۽ کاٻو پير ڪٽي ڇڏيو. غلطيءَ ۾ درويش جو به هٿ ڪٽجي ويو ته اهو به چور آهي. درويش جو پير به ڪٽيائون ٿي ته هڪ معزز غيبي سوار آيو جنهن سِپاهيءَ کي چيو ته ڪُتا! هي فلاڻو بزرگ ۽ خدا جي ابدالن مان آهي. تو هن جو هٿ ڇو ڪٽيو؟ سپاهي جلد چوڪيدار ڏانهن ڀڳو ۽ اُن کي ٻڌايائين. چوڪيدار جلد اچي معافي ورتي ۽ چوڻ لڳو ته خدا جو قسم، مون کي خبر ڪونه هئي. اي بزرگ ۽ جنتين جا سردار! مون کي اِن بري ڪم جي معافي ڏيو. درويش چيو ته هٿ ڪٽجڻ جو اصل سبب آئون ڄاڻان ٿو، مون قسم ٽوڙيو هو. الله جي محڪمه انصاف منهنجو ساڄو هٿ ڪٽرايو، اها منهنجي بُرائي آهي. اهو منهنجو نصيب هو، مون توکي معاف ڪيو، توتي وبال نه آهي ڇاڪاڻ ته توکي خبر ڪونه هئي ته نڙيءَ جي خواهش هٿ ڪٽجڻ جو سبب بني، مڇي اونهي پاڻيءَ ۾ حرص جي ڪري ڪُنڍيءَ ۾ ڦاسندي آهي، پکي پيٽ جي ڪري پڃري جو قيدي بنبو آهي. پردي ۾ لِڪل عورت شرمگاهه ۽ نڙيءَ جي بدبختي سان رُسوا ٿيندي آهي. نيڪ عادت علامه ۽ قاضي رشوت جي ڪري شرمندو ٿيندو آهي. عشق جي ڪري صبح ۾ ويل حاجي ڪڏهن فسق و فجور جو ساٿي بنجي ويندو آهي. هاروت ۽ ماروت جي لاءِ اهو نشو آسمان تي چڙهڻ کان مانع بنيو.

بايزيد بسطاميءَؒ کي هڪ دفعو نماز ۾ سُستيءَ جو احساس ٿيو. اُن جي سبب تي غور ڪيائين ته پاڻيءَ پيئڻ جي ڪثرت کي سمجهيائين، تنهنڪري وعدو ڪيائين ته هڪ سال پاڻي ڪونه پيئندس. دين جي ڪري اُن اها ادنيٰ ڳالهه ڪئي هئي جنهن جي ڪري الله تعاليٰ اُن تي اهڙو فضل ڪيو جو اُن کي ”قُطب العارفين“ جو درجو ڏئي ڇڏيائين. بزرگ روميؒ وري اُن بزرگ جو تذڪرو شروع ڪيو آهي. جيئن ته اُن بزرگ کي خبر هئي ته اها سزا اُن جي عهد شڪني جي آهي انهيءَ ڪري بزرگ کي ڪا شڪايت نه آهي. قدرت هڪ ذريعو بند ڪندي آهي ته سؤ ذريعا پيدا ڪندي آهي.

**لولي شيخ جي ڪرامت ۽ اڪيلائي ۾ اُن جو ٻنهين هٿن سان تيلهو اُٽڻ**

شيخ اقطع گشت نامش پيشِ خلق
کرد معروفش بديں آفاتِ حلق

ترجمو: ”ماڻهن ۾ ان جو نالو لولو شيخ پئجي ويو، ان کي نڙيءَ جي مصيبت، ان نالي سان مشهور ڪري ڇڏيو هو.“

اهو بزرگ شيخ اقطع (لولڙو شيخ) جي نالي سان مشهور ٿيو هو. سندس اصل نالو ابوالخير هو ۽ تينات ڳوٺ جو رهاڪو هو. جهوپڙيءَ ۾ هڪڙي ملاقاتيءَ اُن کي ڏٺو ته هو پنهنجي ٻنهين هٿن سان ڳوتري اُٽي رهيو هو. شيخ اُن کي چيو ته پنهنجي جان جا دُشمن! تون منهنجي جهوپڙيءَ ۾ جلدي چاجي ڪري آيو آهين؟ اچڻ واري چيو ته محبت جي زيادتي جي ڪري آيو آهيان. تڏهن بزرگ کِليو ۽چيائين ته هاڻي پلي وڃ، پر اڪيلائي ۾ ٻنهين هٿن سان اُٽڻ واري ڳالهه کي لڪائج، جيستائين آئون نه مران تيستائين نه ڪنهن ساٿي يا دوست ۽ نه وري ڪنهن ڪميٽي سان بيان ڪج. ان ڪانپوءِ ٻيا ماڻهو گهر جي سوراخن مان بزرگ جي اُٽڻ واري ڳالهه کان باخبر ٿي ويا. بُزرگ فرمايو: اي خدا تون حڪمت کي ڄاڻين ٿو مون لِڪايو پر تو ظاهر ڪري ڇڏيو. الله تعاليٰ الهام ۾ فرمايو ته اسان هي پسند نه ڪيو ته اسان جا ٻانها توکان بدگمان رهن، انهيءَ ڪري اها ڪرامت ظاهر ڪري ڇڏي سين. اهي ماڻهو جيڪڏهن بدگماني جي حالت ۾ مري وڃن ته اسان جي بارگاهه مان مردود ٿي ويندا. اڪيلائي ۽ ضرورت جي وقت ڪٽيل هٿ پيدا ڪرڻ تنهنجي تسلّي جي لاءِ نه آهي. توکي ته اسان جي ذات مان پهريان ئي تسلي حاصل آهي. تون ان مقام کان اڳتي وڌي ويو آهين جو انهن جسماني هٿن پيرن کي اصل سمجهين ۽ انهن جي فنا ٿيڻ کان ڊڄين!

**فرعون جي جادوگرن جو هٿن پيرن ڪٽجڻ تي جرئت جو سبب**

ساحراں رانے کہ فرعونِ لعيں
کرد تهديدِ وسياست برزميں

ترجمو: ”ڇا ائين نه آهي ته فرعون ملعون جادوگرن کي ميدان ۾ ڌمڪي ڏني ۽ تنبيهه ڪئي؟“

فرعون جادوگرن کي مارڻ جي ڌمڪي ڏني هئي جڏهن ته اهي حضرت موسيٰ ؑ تي ايمان آڻي چُڪا هئا ۽ جادوگر جنهن ميدان تي حضرت موسيٰ ؑ جو مقابلو ڪرڻ آيا هئا اُتي فرعون انهن کي ڌمڪي ڏني هئي ته آئون توهان جا ٻئي هٿ ۽ ٻئي پير ڪٽيندس، پوءِ توهان کي ٽنگيندس ۽ معاف ڪونه ڪندس. فرعون سمجهيو ته جادوگر ڊڄي ويندا، پر جادوگرن جي دل ايمان جي نور سان منوّر ٿي چُڪي هئي ۽ اهي هن جسم ۽ زندگي کي عارضي سمجهي چُڪا هئا. دنياوي جسم ۽ اُخروي جسم جو مثال جسم ۽ ان جي پاڇي جهڙو آهي. جادوگر سمجهي چڪا هئا ته هن جسم عنصري جي اصل حقيقت ۾ روح آهي، انهيءَ ڪري اهي هن عارضي وجود جي فنا هجڻ واري وهم کان بي خوف آهن. جسم عنصري کي هن جسم سان تشبيهه ڏيئي ڪري پوءِ فرمائي ٿو ته جيڪو انسان عالمِ خواب ۾ ڏسي ٿو، پوءِ سمجهائي ٿو ته جيڪڏهن عالمِ خواب ۾ نظر اچڻ واري جسم جا ٽڪرا ٽيندي ڏٺا وڃن ته ان سان اصل جسم کي ڪو نقصان نٿو پهچي.

اهڙي طرح جسم عنصري جي ٽُڪرن ٿيڻ سان اصل جسم کي ڪو نقصان نٿو پهچي. عوام ۾ مشهور آهي ته جيڪڏهن انسان خواب ۾ پنهنجو پاڻ کي مُئل ڏسي ته اُن جو تعبير وڏي عُمر آهي. حديث شريف ۾ آهي ته هڪ شخص حضور ﷺ کان پڇيو ته دنيا ڇا آهي؟ تڏهن پاڻ فرمايائون سُمهڻ واري جو خواب آهي. پوءِ اُن پُڇيو ته دنيا ۽ آخرت ۾ ڪيترو فاصلو آهي؟ فرمايائون ته اک ڇنڀ جيترو فاصلو آهي. عام انسان تقليدي طور تي دنيا جي ناپائيداري

تسليم ڪري ٿو ۽ ڪامل عارف اک سان ڏسن ٿا. ننڊ جي حالت فقط رات ۾ ڪونهي پر ڏينهن جي بيداري ۾ به خواب ئي خواب آهن. حضور ﷺ جن فرمايو ته ماڻهو ننڊ ۾ آهن، جڏهن مرندا تڏهن سُجاڳ ٿيندا. دنيا جو جهان ۽ ان جا موجودات سڀ وجودِ باري جي فرع ۽ پاڇو آهن.

بُزرگ روميءَ رحمه الله دنيا جي سجاڳي کي خواب ٻڌايو ته شُبهو ٿئي ٿو ته جڏهن بيداري ۽ سجاڳي خواب آهي ته ان کان پوءِ حالتِ خواب کي ڇا چيو ويندو؟ ان جو جواب هيئن ڏي ٿو ته انسان حالت خواب ۾ هي ڏسي ٿو ته هو سجاڳ هو ۽ هاڻي سُتو آهي. جهڙي طرح خواب ۾ خواب کي ڏسي ٿا، اهڙي طرح هن جهان جي سجاڳي خواب سمجهو هو ان جسم کي فنا ڪري ٿو، پوءِ جڏهن چاهي ٿو وري بنائي ٿو. انڌو خطري کان ڊڄندو آهي پر ڏسڻ وارو بي نياز هوندو آهي. اهڙي طرح جن کي چشمِ بصيرت حاصل آهي اهي دنيا جي خطرن کان نٿا ڊڄن. وري بزرگ رومي رحمه الله جادوگرن جي ڳالهه شروع ڪئي آهي. جادوگرن چيو ته هيءَ جسم عنصري جيڪو روح جو لباس آهي، جيڪڏهن الله تعاليٰ جسم عنصري عنايت نه فرمائيندو ته روحاني وجود ئي بهتر آهي ۽ اسين بنا جسم جي روح سان بغل گير ٿينداسون ۽ اسان جي لاءِ روحاني زندگي خداوندي الهام جي ڪري خوشتر ٿي ويئي آهي.-

**خچر جو اٺ کان "گهٽ ڪِرڻ" ۽ پاڻ "گهٽي ڪِرڻ" جو سبب پڇڻ**

مولانا رومي رحمه الله فرمايو هو ته جن کي چشم بصيرت حاصل ٿي ويندي آهي اهي دنياوي خطرن ۾ مبتلا ڪونه ٿيندا آهن. هاڻي هن قصي ذريعي اُن جي وضاحت ڪري ٿو.

گفت اُستر با شُتر کاے خوش رفیق
در فراز و شیب و در راہِ دقیق

ترجمو: "خچر اُٺ کي چيو ته اي سُنا ساٿي! هيٺ ۽ مٿي ۽ تنگ سوڙهي رستي ۾..."

تون مُنهن ڀر نٿو ڪرين، سولو هلين پيو، آئون گمراهه وانگر مُنهن ڀر ڪِران ٿو. مون کي ان جو سبب ٻُڌاءِ ته ڪيئن جيئڻ گهرجي؟ اُٺ جواب ڏنو ته آئون پيش بينيءَ کان ڪم وٺان ٿو ۽ انجام تي نظر رکان ٿو انهيءَ ڪري ٺوڪرون نٿو کاوان. اها ئي صورت اُنهن ماڻهن جي آهي جن کي چشمِ بصيرت حاصل ٿي وڃي ٿي، اهي آخرت تي نظر رکن ٿا. اُٺ چيو ته ڏسي وٺ، منهنجي حالت مان منهنجي ڳالهه جي تصديق ٿي ويندي. تنهنجي نظر انجام تي ڪونه هوندي آهي. تنهنجي لاءِ سُٺو بُرو سڀ برابر آهي، آئون هر شيءِ ۾ امتياز ڪريان ٿو.

مطلب ته اهل الله ۽ عوام جو مثال خچر ۽ اُٺ جهڙو آهي. مولانا وري پهرين مضمون ڏانهن رجوع ڪيو آهي. جادوگرن کي جسمن جي ٻيهر حشر جو يقين ٿي ويو هو. ان مان بزرگ حشر ۾ جسم جي ٻيهر موجود ٿيڻ کي ثابت ڪري ٿو. الله تعاليٰ ماءُ جي پيٽ ۾ ٻار ۾ هيءَ ڪيفيت پيدا ڪندو آهي جو اهو غذا جي جُزن کي جذب ڪرڻ لڳندو آهي جنهن مان ان جي نشونما ٿيندي آهي. چاليهن سالن جي عمر تائين انسان جي جسم ۾ نشونما ٿيندي رهندي آهي. جهڙي طرح هن جسم ۾ الله تعاليٰ جذب ڪرڻ جي قوت فرمائيندو آهي روح ۾ به اجزاء کي جذب ڪرڻ جي قوت فرمائيندو.

انهي ۾ بدن جي اجزاء کي غذا جي ذريعي گڏ ڪرڻ جي طاقت جهڙي طرح الله تعاليٰ عطا فرمائي آهي اهڙي طرح اهو غذا جي واسطي کان سواءِ به بدن جي اجزاء کي جمع فرمائي سگهي ٿو. انسان جڏهن ننڊ مان سجاڳ ٿئي ٿو ته زائل ٿيل حواس فورن موٽي ايندا آهن. اهڙي طرح حشر ۾ بدن جا اجزاء فورن موٽي ايندا.

**الله تعاليٰ جي حُڪم سان عزير عليه السلام جي مئل گڏهه جي اجزاء جو فوراً سندس اکين اڳيان گڏجڻ**

قيامت ۾ انسان جي جسم جا پراڻا جُزا ائين گڏبا جيئن حضرت عزير عليه السلام جي گڏهه جا جزا گڏ ٿيا هئا.

ہیں عزیراً درنگر اندر خرت

کہ بو سیدست و ریزیدہ برت

ترجمو: ”ها اي عزير عليه السلام! پنهنجي گڏهه کي ڏس، ته تنهنجي اڳيان ڳريل سڙيل ۽ ذرا ذرا ٿيل آهي.“

عزير عليه السلام هڪ نبي هو جنهن جو ذڪر سوره بقره جي آيت اَوْكَالَّذِىْ مَرَّعَلٰى قَرْيَةٍ (البقره- ٢٥٩) ۾ آهي. هُو هڪ ويران ڳوٺ وٽان لنگهيو، تڏهن هُن الله کي عرض ڪيو ته تون هن کي ڪيئن آباد ڪندين! تڏهن الله تعاليٰ اُن تي ۽ ان جي گڏهه تي فوراً موت طاري ڪري ڇڏيو. سؤ سالن تائين اهي مئل حالت ۾ رهيا ۽ پوءِ انهن کي زنده ڪيائين. ان عرصي ۾ گڏهه بلڪل سڙي ڳري ويو هو. الله تعاليٰ اُن جي جزن کي گڏ ڪيو ۽ اهو وري زنده ٿي ويو، تڏهن فرمايائين: اهڙي طرح آئون ان ڳوٺ کي آباد ڪندس. تون پنهنجي گڏهه کي ڏس! ڳري سڙي چڪو هو. پوءِ اهو زنده ڪيو ويو. الله تعاليٰ پنهنجي قدرت سان زندهه ڪيو. قيامت ۾ به ائين ئي اجزاء کي گڏ ڪيو ويندو. انسان جڏهن سُمهي ٿو ته اُن جو هوش ۽ حواس ختم ٿي ويندو آهي پر انسان سُمهڻ کان نٿو ڊڄي، ڇاڪاڻ ته اُن کي يقين آهي ته سجاڳ ٿيندي ئي اهي واپس اچي ويندا. اهڙي طرح جيڪڏهن قيامت جي زندگيءَ جو يقين ٿي وڃي ته انسان موت کان خوفزده ڪونه ٿيندو.

**هڪڙي الله واري بزرگ جو پنهنجي اولاد جي مرڻ تي گهبراهٽ جو اظهار نه ڪرڻ**

بود شیخے رہنمائے پیش ازیں

آسماں شمع بر روئے زمیں

ترجمو: ”گهڻو اڳ هڪڙو رهنما شيخ هو جيڪو روءِ زمين تي آسماني شمع هو.“

الله وارا به نبوت جي ڪامل اتباع جي ڪري امت ۾ نبين وانگر هوندا آهن جيڪي ماڻهن جي بخشش جو سبب هوندا آهن. جڏهن توهان ۾ رحم جو مادو ئي نه آهي ته اسين توهان مان ڪهڙي توقع ۽ اميد رکنداسون. ازل ۾ عبوديت جو عهد ٿيو هو، گناهن جو ارتڪاب ان عهد کي ٽوڙي ٿو. قيامت ۾ حضور صلي الله عليه وسلم گنهگارن جي شفاعت ڪندا. نيڪ ماڻهن کي هن جي ضرورت نه هوندي ته انهن کي عذاب کان بچائڻ جي لاءِ شفاعت ڪئي وڃي. ها، شفاعت سان انهن جا مرتبا وڌندا. الله جي حضور ۾ انهن جو عرض ضرور مقبول ٿيندو. اڳين شعرن ۾ انبيائن کي رحمة للعالمين چيو ويو ۽ انهن جي شفاعت جو ذڪر هو. ان تي هيءُ شُبهو ٿي سگهي ٿو ته شفاعت ۾ ته ٻين جي ذميداري پنهنجو پاڻ تي کڻڻي آهي ۽ اهو آيت وَلَاتَزِرُوَازِرَةٌ وِّزْرَاُخْرٰى (الانعام- ١٦٤) جي منافي آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ مذڪور آهي ته ڪو بار کڻڻ وارو ٻئي جو بار نٿو کڻي سگهي. بزرگ رومي رحمة الله عليه حضور صلي الله عليه وسلم جي زباني ان شُبهي جو جواب ڏئي ٿو ته آيت جو مفهوم هي آهي ته ڪو بار وارو ٻئي جو بار نٿو کڻي سگهي. آئون ته بار وارو نه آهيان، خدا منهنجو مرتبو بلند ڪيو آهي. انهيءَ ڪري آئون ٻين جو بار کڻندس. حقيقت ۾ آيت جو اهو مفهوم نه آهي جيڪو مولانا بيان ڪيو. اهو محض هڪ نڪتو آهي ورنه آيت جو مفهوم هيءُ آهي ته مثلاً زيد گناهه ڪيو هجي ۽ عمرو کي اُن جي سزا ملي، اهو ڪونه ٿيندو. جهڙي طرح ڪمان هٿ جي تابع هوندي آهي اهڙي طرح شيخ الله جي مرضي جي تابع آهي. شيخ اُن کي چوندا آهن جيڪو پوڙهو هجي يعني اُن جا وار اڇا ٿي ويا هجن، ڪارا نه هجن. بزرگ فرمائي ٿو ته ڪارن وارن مان مراد ان جو وجود ۽ هستي آهي يعني اهو پنهنجي هستي کي فنا ڪري چڪو هجي. حضرت عيسيٰ عليه السلام ننڍپڻ ۾ شيخ ۽ مرشد هو. جيڪڏهن انسان ۾ خودي آهي ته چاهي وار اڇا هُجن اهو شيخ ۽ پير نه آهي.

گهر واري سوال ڪيو هو ته اولاد جي باري ۾ توهان ۾ رِقت چو آهيو، توهان جي دل نرم نه آهي؟ يا شايد توهان جي دل نٿي جلي، اي شيخ! اسان کي قصو ٻڌاءِ.

**اولاد جي موت تي نه روئڻ متعلق شيخ جو عذر بيان ڪرڻ**

شیخ گفت او را مپندار اے رفیق
که ندارم رحم و مہرو دل شفیق

ترجمو: "شيخ اُن کي چيو ته اي ساٿي! هيءُ نه سمجهه، ته مون ۾ رحم ۽ محبت ۽ شفقت ڪرڻ واري دل نه آهي."

اسان کي ته ڪافرن تي به رحم اچي ٿو، جيتوڻيڪ اهي الله جي نعمتن جا انڪاري آهن. ماڻهو ڪُتن کي مارين ٿا پر اسان کي ڪُتن تي به ترس اچي ٿو. جيئن ته ڪُتو ڪائي ٿو انهيءَ ڪري اهو پٿر جهلي ٿو، اسين دعا ڪريون ٿا ته خدا اُن کان اها بد عادت ڇڏائي ۽ اُن ۾ اهڙو خيال پيدا ڪري جنهن جي نتيجي ۾ سنگسار نه ٿئي. نبي سيني جي لاءِ رحمت هوندا آهن. مخلوق کي الله ڏانهن اُن جي فائدي جي لاءِ سڏين ٿا، ٻئي طرف الله کان انهن جي لاءِ توفيق جي دعا گهرن ٿا ته اي خدا! تون توفيق جو دروازو بند نه ڪر. هر انسان جي دل ۾ ٿوري رحمت ضرور هوندي آهي. شيخ جيڪو اُمت جو درد مند هوندو آهي اُن ۾ ڪُلي رحمت هوندي آهي. ڪلي رحمت حقيقت ۾ الله تعاليٰ جي آهي پر شيخ جيئن ته پنهنجو پاڻ کي بلڪل الله تعاليٰ سان وابسته ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪري اُن جي رحمت به ڪُلي رحمت آهي. تون به ڪنهن شيخ سان پنهنجو پاڻ کي وابسته ڪر. جڏهن انسان ۾ جزوي رحمت آهي ته اهو ڪُلي رحمت کي نٿو سڃاڻي، هر ڪس ۽ ناڪس (ايري غيري) کي ڪلي رحمت سمجهي ويهي ٿو. جيڪڏهن ناقص شيخ ڪُجهه چوندو به ته اهو محض تقليد هوندو، ان جو مُشاهدو نه هوندو. شيخ جي زال چيو ته جڏهن توکي سيني تي رحم اچي ٿو، تون چئني پاسي مال جي ڌراڙ وانگر حفاظت ڪرڻ وارو آهين، پوءِ تون پنهنجي اولاد تي چو نٿو روئين؟ شيخ جواب ڏنو ته اک جي ڳوڙهن مان دل جي رحمت جو پتو پوندو آهي. زال اعتراض ڪري چيو ته توهان جون اکيون بنان ڳوڙهن جي چو آهين؟ عقلمند شيخ جذباتي ٿي ويو ۽ ڳالهائڻ ۾ بي قابو ٿي ويو. پوڙهيءَ ڏانهن مُنهن ڪري چيائين ته سڀ انسان برابر ڪونه هوندا آهن. دل جون اکيون مرده ۽ زنده سيني کي ڏسنديون آهن. آئون مرده کي به مجّسم پنهنجي نگاهن سان ڏسندو آهيان، پوءِ ڪيئن نوحه ڪريان. روئڻ جو سبب هجر ۽ فراق آهي. جڏهن منهنجو اولاد منهنجي اکيان ڪيڏي رهيو آهي ته پوءِ روئڻ جو ڪهڙو سبب آهي. عام ماڻهن کي مرده خواب ۾ نظر ايندا آهن، مون کي سجاڳيءَ ۾ به نظر ايندا آهن. ننڊ جي حالت ۾ ظاهري حواس بيڪار ٿي ويندا آهن تڏهن مُردا نظر اچڻ لڳندا آهن. آئون بيداري ۾ پنهنجا ظاهري حواس معطّل ڪري ڇڏيندو آهيان، پوءِ اهي نظر ايندا آهن.

حواس عقل جا پابند آهن ۽ عقل روح جو تابع آهي. عقل مُقيّد هوندو آهي، جڏهن ته روح ان جا مانع زائل ڪري ڇڏيندو آهي پوءِ ان ۾ جِلا ۽ روشني پيدا ٿيندي آهي. روح تي جيستائين دنياوي خيالن جو غلبو رهندو آهي اهو ادراڪات کان محروم رهندو آهي. جڏهن دنياوي خيالات جا خس و خاشاڪ (ڪک ڪچرا) صاف ٿي ويندا آهن تڏهن اُن کي باطني ادراڪات حاصل ٿيڻ لڳندا آهن. جيڪڏهن خداوندي توفيق شامل حال نه هجي ته نفساني خواهشات ادراڪات کان مانع رهندا آهن. انسان تباهه ٿيندو آهي ته خواهشون مُسڪرائينديون آهن ۽ عقل روئندو آهي. جڏهن انسان عقل جي تابع هوندو آهي تڏهن ظاهري حواس ان جا محڪوم بنجي ويندا آهن. انسان کي ننڊ جي حالت ۾ خواب هن لاءِ نظر ايندا آهن ته ظاهري حواس معطّل ۽ بيڪار ٿي ويندا آهن ۽ انسان نظرن کان غائب شين کي ڏسڻ لڳندو آهي. پوءِ جڏهن عقل جو غلبو ٿي ويندو آهي ته اهو بيداريءَ ۾ به حواسن کي معطل ڪري ڇڏيندو آهي ۽ اهي شيون اُن کي بيداري ۾ نظر اچڻ لڳنديون آهن جيڪي خواب ۾ ڏسي سگهي ٿو.

**هڪ نابين بزرگ جو قرآن پڙهڻ وقت اُن کي ڏسي ڪري پڙهڻ ۽ الله تعاليٰ جي حڪم سان بينا ٿي وڃڻ**

هن قصي جو خلاصو هي آهي ته ظاهري حواسن جي نه هوندي به ظاهري حواس جا مُدرڪات حاصل ٿي ويندا آهن.

دیدِ در بغداد یک شیخ فقیر
مصحفے درخانۂ پیرے ضریر

ترجمو: ”هڪ فقير شيخ بغداد ۾ هڪ نابين پوڙهي جي گهر ۾ قرآن ڏٺو.“

سخت گرميءَ ۾ اهو اُن نابين وٽ رهيو ۽ دل ۾ هي خيال ڪيائين ته هن نابين جي گهر ۾ قرآن ڇو آهي؟ وري خيال ڪيائين ته آئون ايترو هن سان گهرو نه آهيان جو بي تڪلفي سان سوال ڪري سگهان. نيٺ همراهه چند ڏينهن صبر ڪيو معاملو کُلي ويو ڇاڪاڻ ته صبر ڪشادگي جي ڪُنجي آهي. صبر ڪڙو آهي اُن جو ميوو مِٺو آهي.

**لُقمان عليه السلام جو صبر ڪرڻ**

هن قصي جو خلاصو هي آهي ته حضرت لُقمان عليه السلام صبر ڪيو، ان ڪري جيڪو دل ۾ سوال پيدا ٿيو هو اهو خودبخود حل ٿي ويو.

رفت لقمانؑ سوی داؤدِ نبی
حلقہ می کرد او ز پولادِ ابی

ترجمو: ”(حضرت) لقمان عليه السلام دائود نبي وٽ ويو، هو سخت فولاد جا ڪڙا ٺاهي رهيو هو.“

سيئي ڪڙا هڪ ٻئي ۾ ڳنڍي رهيو هو، لقمان اها ڪاريگري ڪونه ڏٺي هئي. حيران رهجي ويو ته اهو ڇا ٺاهي رهيو آهي. لقمان صبر ڪيو، ڇاڪاڻ ته صبر جو پکي تيز اُڏامندو آهي. بي صبري سان ڪم بگڙي ويندو آهي. لقمان اُن وقت خاموش رهيو. حضرت دائود عليه السلام زره ٺاهي ورتي ۽ لقمان عليه السلام جي اڳيان پاتائين، پوءِ فرمايائين ته جنگ جي ميدان ۾ زخمن کان بچڻ جي لاءِ هيءُ سُٺو لباس آهي. لقمان عليه السلام فرمايو ته صبر سُٺو ساٿي آهي، ڇاڪاڻ ته اهو هر جاءِ تي غم جي پناهه ۽ دفع ڪندڙ آهي. قرآن شريف جي سوره والعصر جي آخر ۾ آهي ته وَتَوَاصَوْا بِالْحَقِّ ۙ وَ تَوَاصَوْا بِالصَّبْرِ ۝ (العصر-٣) . ”انهن هڪ ٻئي کي حق جي وصيت ڪئي ۽ صبر جي وصيت ڪئي.“ ان مان معلوم ٿيو ته صبر جي نگهداشت ائين ئي ضروري آهي جيئن حق جي نگهداشت ضروري آهي. ڪيميا ٽامي جي حقيقت کي بدلائي ڇڏيندي آهي، اهڙي طرح صبر مصيبتن کي راحتن ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو آهي.

**نابين جي ڏسي ڪري قرآن پڙهڻ واري قصي جو رهيل حصو**

مردِ مہمان صبر کرد و ناگہاں
کشف گشتش حالِ مشکل در زماں

ترجمو: ”مهمان شخص صبر ڪيو ۽ اوچتو اُن تي مُشڪل جو راز کُلي ويو.“

مهمان اڌ رات جو قرآن جو آواز ٻڌو. ننڊ مان اُٿيو. ڇا ڏسي ته اهو نابين ڏسي ڪري قرآن شريف پڙهي رهيو آهي ۽ جيڪا آيت پڙهيائين ٿي اُن تي صحيح آگر رکي پڙهيائين ٿي. ناظره پڙهڻ وارا عام طور تي پڙهڻ وقت آيتن تي آگر رکي پڙهندا ويندا آهن. نابين کان مهمان پُڇيو، تڏهن نابين جواب ڏنو ته مادي جسم جون جهالتون توکان پري ٿي چُڪيون آهن. پوءِ خدا جي ان قدرت سان توکي ڪهڙي پريشاني آهي؟ مون الله تعاليٰ کان دعا گهري هئي ته مون کي قرآن پڙهڻ سان ساهه برابر محبت آهي، آئون حافظ ڪونه آهيان، مون کي روشني عطا ڪر. هُن منهنجيون

ہئي اکيون موتايون. جڏهن قرآن پڙهان ٿو تہ ڏسي ڪري پڙهان ٿو. بارگاهِ خداوندي مان آواز آيو تہ اي باعمل انسان اهو تنهنجو حسنِ ظن آهي. حديث قدسي ۾ آهي تہ اَنَ عِنْدَ ظَنِ عَبْدِیْ بِیْ "آئون اهوئي ڪندو آهيان جيڪو منهنجو ٻانهو منهنجي باري ۾ سوچيندو آهي." جيڪڏهن سندس الله مان سٺو گمان هوندو تہ خير حاصل ٿيندو، برو گمان هوندو تہ شر حاصل ٿيندو. جيڏي مهل تون پڙهڻ جو ارادو ڪندين آئون تنهنجي نظر موٽائي ڏيندس تان تہ تون خوب پڙهين. دل جي سستيءَ ۾ انسان غم وساري ڇڏيندو آهي. انسان کي مقصد جي طلب آهي، چاهي اُن جو سبب ڪجھ بہ هجي. اک جو مقصد ڏسڻ آهي، جڏهن اهو ڏسڻ اک کان سواءِ حاصل ٿئي تہ اک نہ هجڻ سان اسان کي ڪهڙي شڪايت ٿي سگهي ٿي.

**خدائي احڪامن تي هر حال ۾ راضي رهڻ وارن عارفن جو بيان**

*بشنو اکنوں قصّہ آں رہرواں*

*کہ ندارند اعتراضے درجہاں*

ترجمو: "هاڻي انهن راهنمائن جو قصو ٻُڌ، جيڪي دنيا ۾ ڪو اعتراض نٿا ڪن."

بزرگ رومي هن وقت تائين اهو پئي سمجهايو تہ ڪي الله وارا اهڙا آهن جڏهن مقصد حاصل ٿي ويندو اٿن. تہ سبب جي موجود نہ هئڻ جي شڪايت ڪونہ ڪندا آهن. هاڻي هيءُ ٻڌائي ٿو تہ ڪجھ بزرگ اهڙا آهن جو اهي ڪنهن حالت ۾ بہ شڪايت پسند ڪونہ ڪندا آهن ۽ الله تعاليٰ جي قضا جي خلاف دعا کي بہ حرام سمجهندا آهن. واضح رهي تہ اها حالت مغلوب الحال عارفن جي هوندي آهي ورنہ انبياءَ دعائون نہ ڪن ها. اصل ڪمال هي آهي تہ راضي برضا هوندي دعا ڪئي وڃي. هي بزرگ مصيبتن کي خدا جي مرضي سمجهي ڪري انهن مان لذت حاصل ڪندا آهن: ضَرْبُ الْحَبِيْبِ زَبِيْبٌ "معشوق جي مار ڪشمش آهي"، اهو انهن جو مقولو هوندو آهي. مطلب تہ هر تڪليف انهن جي لاءِ باعث رحمت بنجي ويندي آهي، اهي سمجهندا آهن تہ دوست وٽان جيڪي اچي اهو سُٺو آهي.

**حضرت بهلول رحمة الله عليه جو هڪ ولي درويش کان ڪجھ دريافت ڪرڻ**

حضرت بهلول رحمة الله عليه اهڙي ئي مزاج جي بزرگ کان پُڇيو جيڪو راضي بقضاءِ خداوندي هو ۽ ڪا دعا ڪرڻ پسند ڪونہ ڪندو هو.

*گفت بہلولؒ آں یکے درویش را*

*چونی اے درویش واقف کُن مرا*

ترجمو: "حضرت بهلول رحمة الله عليه اُن هڪ درويش کي چيو تہ اي درويش! تون ڪيئن آهين؟ مون کي ٻُڌاءِ."

اُن درويش حضرت بهلول رحمة الله عليه کي جواب ڏنو تہ جنهن شخص جي منشا مطابق سڄي دنيا جو ڪاروبار هلي رهيو هجي ۽ ڪا بہ شيءِ اُن جي منشا جي خلاف نہ هجي تہ اهڙي شخص کان مِزاج پُڇڻ جو مطلب ڇا آهي؟ رستي تي هلڻ وارا مسافر ان جي نقش قدم تي هلن، منزل تائين نہ پهچڻ وارا اُن جي ارادي سان منزل کان محروم هجن. هر شخص جي خوشي اُن جي حڪم سان آهي. دنيا جي هر حرڪت ۽ سُڪون اُن جي ارادي سان آهي، ماڻهن جي زندگي ۽ موت اُن جي مراد مطابق هجي. حضرت بهلول رحمة الله عليه چيو تہ جيڪي ڪجھ توهان چئو ٿا اهو ضرور دُرست آهي پر مون کي ٿورو تفصيل سان ٻڌايو تان تہ آئون پورو مطلب سمجهي وڃان، ڇاڪاڻ تہ سٺي مقرر جو هي ڪمال هوندو آهي تہ ان جي تقرير مان عوام ۽ خواص ٻئي فائدو حاصل ڪندا آهن. قرآن شريف جي معنائن ۽ مطلب مان هر شخص پنهنجي سمجھ مطابق پورو فائدو حاصل ڪندو آهي. ان درويش حضرت بهلول رحمة الله عليه کي جواب ڏنو تہ هي سڀ مڃين

تا تہ دنيا جي ذري ذري تي الله جي حڪمراني آهي ۽ ڪائنات جي هر حرڪت ۽ سڪون ان جي حڪم سان آهي. پوءِ جڏهن ٻانهو بلڪل راضي بقضاءِ الاهي ٿي وڃي، تہ الله تعاليٰ جو هر حڪم ۽ فعل ان جي مراد بنجي ويندو ۽ هي سمجهيو ويندو تہ جهان ۾ جيڪي ڪجھ ٿي رهيو آهي ڄڻ تہ اهو ان ٻانهي جي مرضي مطابق ٿي رهيو آهي. انسان جي خواهش ۽ رغبت انسان کان پنهنجي خواهش مطابق ڪم ڪرائيندي آهي. وٽن جا پن جيڪي متناهي آهن، انهن جو ڳڻڻ ناممڪن آهي ۽ غير متناهي جو تفصيل ڪيئن مُمڪن ٿي سگهي ٿو. جڏهن الله جي سڀني فيصلن ۽ احڪامن تي ٻانهون راضي ٿي ويو آهي تہ الله جا سڀ احڪام ان جو مطلوب بنجي ويا. اهو راضپو اُن جي طبعي ڳالھ بنجي ويئي آهي، اُن ۾ ڪو اجر ۽ ثواب بہ اُن جي مدّنظر نہ آهي. پنهنجي زندگي بہ پنهنجي لاءِ نٿو چاهي پر هن لاءِ چاهي ٿو تہ الله جو حڪم اهو ئي آهي جيڪو بہ خدا جو ازلي حڪم آهي. اهو ئي رستو اُن کي پسند آهي، چاهي اها زندگي هجي يا موت. ان جو ايمان بہ محض مولا جي رضامندي جي لاءِ آهي، نہ جنت جي لالچ جي ڪري آهي ۽ نہ دوزخ جي خوف سبب آهي. ڪفر کان نفرت بہ مولا جي رضا جي لاءِ آهي دوزخ جي ڊپ کان نہ آهي. الله جو حڪم ان کي اهڙو پسند آهي جيئن حلوو پسند هوندو آهي. جڏهن احڪامِ خداوندي تي رضا جي اها ڪيفيت هجي تہ يقينن هي چيو ويندو تہ دنيا جا سڀ ڪم اُن ٻانهي جي حڪم سان هلي رهيا آهن. جڏهن دنيا جا سڀ ڪم ان جي مرضي مطابق آهن تہ دعا ۽ خوشامد بي معنيٰ شيءِ آهي. اهو شخص دعا بہ تڏهن گهري ٿو جڏهن ان کي هي معلوم ٿئي ٿو تہ مولا جي مرضي اها ئي آهي. اهڙي انسان جي دعا بہ پاڻ تي رحم جي لاءِ ڪونہ هوندي آهي، فقط خدا جي مرضي تي عمل ڪرڻ جي لاءِ هوندي آهي. اهو پنهنجي رحم کان ان وقت دستبردار ٿي ويو هو، جڏهن اُن خدا جي عشق جي هام هنئي هئي. اهڙو انسان پنهنجون سيئي وصفون ۽ ذاتي خواهشون عشق جي باھ ۾ ساڙي چڪو هوندو آهي. ان فرق کي تہ، دعا بہ جيڪڏهن هجي تہ فقط الله جي مرضي کي پوري ڪرڻ جي لاءِ هجي، پنهنجي ذاتي غرض جي لاءِ نہ هجي، هر سالڪ نٿو سمجهي سگهي، دقوقي رحمه الله جهڙو بزرگ بہ ان کي نہ سمجهي سگهيو.

**دقوقي رحمه الله ۽ ان جي ڪرامتن جو قصو**

*آں دقوقی داشت خوش دیباجۂ*
*عاشق و صاحب کرامت خواجۂ*

ترجمو: ”دقوقي رحمه الله هڪ سٺو چهرو رڪندڙ حسين هو، عاشق ۽ ڪرامتن وارو سردار هو.“

جهڙي طرح ماڻهو چنڊ مان روشني ۽ رهنمائي حاصل ڪندا آهن اهڙي طرح دقوقيءَ مان روشني حاصل ڪندا هئا. دقوقي رحمه الله هن خيال سان تہ ڪيس ڪنهن مقام ۽ مسڪن سان محبت پيدا نہ ٿي وڃي، هميشہ سفر ۾ رهندو هو. انسان وطن ۾ پيارو هوندو آهي، سفر ۾ اجنبي هجڻ جي ڪري تڪليفون برداشت ڪندو آهي. آزمائش جي وقت دل ۾ فقط الله جي محبت ثابت هجي. هن جي مدنظر ذاتِ باري تعاليٰ رهندي هئي. هو باز وانگر معارف ۽ اسرارِ الاهي جو شڪار ڪندو هو. هو فقط الله جي لاءِ خلوت کي پسند ڪندو هو. ورنہ هو بدمزاج نہ هو ۽ ان ۾ ماڻهن کان مغايرت نہ هئي. سيني انسانن سان ان کي شفقت ۽ محبت جو معاملو هوندو هو. جيئن تہ هو پيغمبر صلی الله عليه وسلم جو پيروڪار هو ۽ پيغمبر صلی الله عليه وسلم امت کي مخاطب ڪري فرمايو هو تہ آئون توهان تي پيءُ وانگر مهربان آهيان. امت جي زندگي ۽ بقا نبي سان وابستہ هوندي آهي. جز ڪُل کان ڪٽجي ڪري بيڪار ٿي ويندو آهي، عضوو بدن کان ڪٽجي مُردار ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن نبي کان ڪٽجي ڪري ڪجھ حياتي جا آثار بہ ان ۾ نظر اچن تہ ان کي حياتي نہ سمجهو. ان جون اهي حرڪتون ذبح ڪيل آهن. جانور جو عضوو ڪٽجي بہ ڪجھ دير تائين تڙپندو رهندو آهي. نبي کان جيڪو ڪٽبو اهو خود پنهنجو نقصان ڪندو. نبي صلی الله عليه وسلم ۾ ان جي جدا ٿيڻ سان ڪو نقص پيدا نہ ٿيندو. نبي سان

جُڙڻ ۽ ڪنجڻ جو هي هڪ ناقص مثال اسان ڏنو آهي، ورنہ ان حقيقت کي بيان ڪرڻ ممڪن نہ آهي. حضرت علي ڪرم الله وجهہ کي اسد الله چيو ويندو آهي، يعني اُن کي شينهن جي مثل قرار ڏنو ويو آهي، پر اُن ۾ ۽ شينهن ۾ گهڻو فرق آهي. مثال ۽ مُمثل ۾ بالڪليہ مُشابهت ڪونہ هوندي آهي. اهڙي طرح حضور ﷺ ڪل ۽ اُمت جي جز هجڻ جو هي مثال بہ اهڙو ئي آهي.

**دقوقيءَ رحمة الله عليه جي قصي ڏانهن واپسي**

از مثال و مثل و فرق آں براں

جانب قصہ دقوقیؒ اے جواں

ترجمو: "مثال ۽ مِثل ۽ ان جي فرق کان اڳتي وڌ، اي جوان! دقوقيءَ جي قصي ڏانهن هل."

اهو دقوقي رحمة الله عليه ظاهري علوم ۾ بہ وقت جو امام هو ۽ نيڪي ۾ ملائڪن کان بہ وڌيل هو. سير الي الله هيس ۽ انتهائي دينددار هو. وظيفن، نفلن ۽ نمازن جو پابند هو، هميشہ خاصانِ خدا جو طالب رهندو هو. سيني بزرگين جي باوجود دقوقي رحمة الله عليه هميشہ بزرگن جي ڳولا ۽ ملاقات جو تمنائي رهندو هو ۽ دعا گهرندو هو تہ اي الله! آئون جن بزرگن کي چاهيندس انهن جو خادم آهيان پر جيڪي بزرگ اهڙا آهن جن کي آئون نٿو سڃاڻان اُنهن جي ملاقات جي مون تي مهرباني ڪج. الله تعاليٰ ارشاد فرمايو: منهنجي محبت جي هوندي ٻيو ڇا چاهين ٿو؟ جڏهن توکي حق جي محبت مُيسّر آهي تہ ٻئي جي محبت جي توکي ڪهڙي ضرورت آهي؟ هو جواب ڏيندو هو: اي خدا! جن بزرگن سان ملڻ جي مون کي تمنّا آهي، انهن لاءِ منهنجي دِل ۾ نيازمنديءَ جو رستو تو کولي ڇڏيو آهي.

غلط طريقي سان هي روايت مشهور ٿي ويئي آهي تہ حضرت دائود عليه السلام جون 90 زالون هيون پوءِ بہ ان کي سپاهيءَ جي عورت سان محبت ٿي ويئي هئي، جنهن کي ان مختلف طريقن سان پنهنجي زوجيت ۾ ورتو هو. بزرگ رومي ان مشهور غلط قصي جي بنياد تي هي شعر فرمايو آهي تہ "حضرت دائود وانگر مون وٽ 90 رڍون آهن، ساٿيءَ جي رڍ جي لالچ بہ مناسب آهي." تنهنجو مقبول ٻانهن سان عشق تنهنجي ئي عشق جي حرص جو اثر آهي. جيڪي سلوڪ جي رستي جا مرد آهن، انهن جو حرص مقامات ۾ ترقيءَ جي لاءِ هوندو آهي. نامردن جو حرص بُرن ڪمن ڏانهن هوندو آهي. سلوڪ جي رستي وارا مرد آهن، دنيادار ڪدڙا آهن. حضرت دقوقي جي ٻين الله وارن سان ملاقات جي تمنا ائين آهي جيئن حضرت موسيٰ عليه السلام حضرت خضر عليه السلام سان ملاقات جي تمنا ڪئي ۽ ان جي ملاقات لاءِ سرگردان بنيو هو. استسقاء (جلندر) جي بيماري ۾ مريض پاڻي مان ڪڏهن بہ ڍؤ ڪونہ ڪندو آهي، سير الي الله جي ڪا انتها نہ آهي. ان ۾ جيڪو مقام بہ حاصل ٿئي ان کان اوچي مقام جي طلب جاري رکڻ گهرجي. غلط فهمي سان جيڪڏهن ڪنهن مقام کي صدر مقام سمجهي رهيا آهيو تہ اهو صدر مقام نہ آهي، اهو تہ رستي جي هڪڙي منزل آهي.

**قرب ۽ نبوت جي باوجود حضرت موسيٰ عليه السلام جو حضرت خضر کي ڳولڻ جو راز**

از کلیم حق بیا موز اے کریم

بیں چہ میگوید ز مشتاقی کلیم

ترجمو: "اي پلا! ڪليم الله کان سکي وٺ. خبردار! ڪليم شوق ۾ ڇا چئي رهيو آهي."

حضرت موسيٰ عليه السلام سان طور جبل تي واسطي کان سواءِ الله تعاليٰ ڳالهايو، انهيءَ ڪري ان جو لقب ڪليم الله پئجي ويو. حضرت موسيٰ عليه السلام حضرت خضر جو طالب ٿيو. حضرت موسيٰ عليه السلام جڏهن خضر جي تلاش ۾ هليو،

تڏهن ان جي قوم هي ڳالهيون ان سان ڪيون تہ اي موسىٰ! تو قوم کي ڇڏي ڏنو آهي. حضرت موسىٰ کي قُربِ الاهي جو اهو مرتبو حاصل هو جنهن ۾ خوف ۽ اميد جو درجو ختم ٿي ويندو آهي. حضرت موسىٰ کي الله تعالىٰ جو قُرب حاصل آهي. حضرت موسىٰ مرتبي جي لحاظ کان آسمان آهي. حضرت موسىٰ فرمايو: مون کي نہ روڪيو، آئون مجمع البحرين تائين ويندس تان تہ آئون زماني جي بادشاهہ جو ساٿي بنجان. منهنجي ۽ خضر جي ملاقات قيران السعدين آهي، قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَاِذْ قَالَ مُوْسٰى لِفَتٰىهُ لَآ اَبْرَحُ حَتّٰٓى اَبْلُغَ مَجْمَعَ الْبَحْرَيْنِ اَوْ اَمْضِيَ حُقُبًا (الڪهف-٦٠) ”جڏهن موسىٰ چيو پنهنجي جوان کي تہ آئون هلندو رهندس جيستائين نہ پهچان ان جاءِ تي جتي بہ درياءَ ملندا آهن يا ڊگهو زمانو هلندو رهان.“ طلب ۽ جستجوءَ جي اها مشقت ۽ تڪليف اُن مطلوب جي مقابلي ۾ گهٽ آهي. روزي ڪمائڻ جي لاءِ بہ تہ ماڻهو رُلندو گهمندو آهي. اي چاچا! ان ڳالهہ جو خاتمو آهي، اُن بزرگ دقوقيءَ جي ڳالهہ وري ٻُڌاءِ.

**دقوقي رحمة الله عليه جي قصي ڏانهن رجوع**

آں دقوقی رحمۃ اللہ علیہ
گفت سافرت مدیٰ فی خافقیہ

ترجمو: ”دقوقي رحمة الله عليه فرمايو تہ مون هڪ مدت تائين مشرق ۽ مغرب جو سفر ڪيو.“

چنڊ جي عشق ۾ سال ۽ مهينا سفر ڪيم، رستي کان بي خبر هيس، الله تعالىٰ ۾ محو هئس. مِٽي ۽ پٿرن تي اُگهاڙن پيرن سان هلندو هئس. عاشق جو سير هڪ درجي ۾ جسماني ڪونہ هوندو آهي پر اهو روحاني هوندو آهي. دل جي سير ۾ ويجهو ۽ پري ڪاشيءِ ڪونہ هوندي آهي. جهڙي طرح انسان جو سير نُطفي کان وٺي ڪري عقل اچڻ جي زماني تائين آهي. اهڙي طرح روح جو سير آهي جو اُن ۾ نہ ٿڪاوٽ ٿيندي آهي ۽ نہ منزل جي پري هجڻ جو تصور ايندو آهي.

عاشق جو سير حقيقت ۾ روحاني آهي. جسماني سير خالي اُن جي تابع آهي، انهيءَ ڪري جسماني سير جا عوارض اُن تي طاري ڪونہ ٿيندا آهن. روحاني سير کي هر شخص محسوس نٿو ڪري سگهي، جسماني رفتار ۽ سير کي سڀ ڏسندا آهن. عاشق جو سير جيتوڻيڪ جسماني شڪل ۾ هوندو آهي پر حقيقت ۾ اهو روحاني سير ڪندو آهي جيڪو بي ڪيف هوندو آهي. دقوقي رحمة الله عليه فرمايو تہ آئون هڪڙي ڏينهن شوق ۾ روانو ٿيس تان تہ درياءِ وحدت کي جسم انساني ۾ مُشاهدو ڪريان ۽ سج کي ذري ۾ ڏسان.

**ڪناري ڏانهن ستن شمعن جهڙو نظر اچڻ**

چوں رسیدم سوئے یک ساحل بگام
بود بے گہ گشتہ روز و وقتِ شام

ترجمو: ”جڏهن آئون پيادل هڪ ڪناري ڏانهن پهتس تہ ڏينهن بي وقت ٿي ويو هو ۽ شام جو وقت هو.“

ان ڪنڀوءِ مون اوچتو ست شمعون ڏٺيون. انهن شمعن (بتين) جي ڪري آءٌ ڪناري ڏانهن وڌيس. هر هڪ شمع جو نور آسمان جي فضا تائين بُلند هو. آئون حيران ٿي ويس. حقيقت ۾ اهي ست شمعون انهن ستن ڪامل عارفن جو نور هو جن کي صاحبِ باطن ئي ڏسي سگهي ٿو، عوام کي اهو نظر نٿي آيو. الله تعالىٰ جنهن کي چاهي هدايت ڪري.

ستن شمعن جو هڪ جھڙو ٿي وڃڻ

باز میدیدم کہ شُد آں ہفت یک
می شگافد نورِ اُو جیب فلک

ترجمو: ”وري مون ڏٺو تہ اهي ست شمعون هڪ ٿي ويون ۽ انهن جو نور آسمان جو گريبان ڦاڙي رهيو هو.“

وري اهي ست ٿي ويون. منهنجي مستي ۽ حيراني شديد ٿي ويئي. انهن شمعن جي پاڻ ۾ اتصال جي ڪيفيت ناقابلِ بيان آهي. انهن جو يڪ رنگ ٿيڻ ڏسڻ وٽان آهي، بيان نٿو ڪري سگهجي. علم ۽ هوش جنهن شيءِ کي ٿوري دير ۾ سمجهي وڃي ٿو اُن کي سالن ۾ بہ بڌڻ ممُڪن نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ انهن بزرگن جو اهو نور تجلّيات رب هو، اُن جي تعريف ممڪن نہ آهي. آئون انهن ڏانهن جلد ڊوڙيس تہ بيهوش ٿي ڪري پيس. هوش ۾ اچڻ ڪانپوءِ انهن شمعن ڏانهن تمام تيز ڀڳس.

شيخ جي نظر ۾ ستن شمعن مان ست مرد ظاهر ٿيڻ

ہفت شمع اندر نظر شد ھفت مرد
نورِشاں می شد بسقفِ لاجورد

ترجمو: ”ڏسڻ ۾ ست شمعون ست مرد بڻجي ويون، انهن جو نور آسمان جي ڇت تائين پهچي رهيو هو.“

اهو نور ايتري قدر تيز هو جو ٻيا نور اُن جي مقابلي ۾ گهٽ هئا. آئون حيران هئس تہ اها الله تعاليٰ جي ڪاريگري ڪهڙي آهي جو اهي شمعون انساني صورت اختيار ڪري رهيون آهن. آئون اڳتي ويس تان تہ چڱي طرح ڏسي سگهان تہ ڇا اها حقيقت آهي يا منهنجو متو ڦِري رهيو آهي.

ستن شمعن جو وري ست وڻ بڻجڻ

باز ہر یک مرد شد شکل درخت
چشم از سبزیِّ اے شاں نیک بخت

ترجمو: ”پوءِ هر مرد هڪ وڻ جي شڪل وٺي ويو انهن جي ساوڪ هر اک لاءِ ٺڏاڻ هئي.“

وڻن جي ساوڪ ايتري قدر وٽندڙ هئي جو اکين جي لاءِ هڪ نعمت هئي، پن ايتري قدر گهاٽا هئا جو ٽاري نظر نٿي آئي. وڻ ايتري قدر وڏيڪ هئا جو انهن ۾ پن ڍڪجي ويا هئا. هر وڻ جي ٽاري سدره تائين پُهتي ٿي. سِدره المنتهيٰ ستين آسمان تي هڪ ٻير جي وڻ جهڙو وڻ آهي، جيڪو حضرت جبرئيل عليه السلام جي پرواز ۽ مخلوق جي علم جي انتها آهي ۽ اُن جي گهرائي زمين جي تھ تائين آهي. عام طور تي پاڙ ۾ ترو تازگي ڪونہ هوندي آهي پر ان وڻ جي پاڙ بہ پُر رونق ۽ تروتازه هئي ۽ ميوا خوب پڇي ڦاٽڻ لڳا هئا.

وڻن جو ماڻهن جي نگاهن کان ڳجهو هجڻ

ایں عجب تر کہ برایشاں می گذشت
صد ہزاراں خلق از صحرا و دشت

ترجمو: ”اُن کان بہ وڌيڪ تعجّب خيز اهو تہ اُتي جهنگ ۽ ميدان مان لکين انسان گذري رهيا هئا.“

لکين انسان اُتان گذري رهيا هئا پر اُهي انهن وٽن کي نٿي ڏسي سگهيا. ائين بہ ڪونهي تہ انهن کي پاڇي جي ضرورت نہ آهي. انهن ماڻهن جو انهن وڻن کي نہ ڏسي سگهڻ جو سبب هيءُ هو تہ الله تعاليٰ انهن ماڻهن جي نگاهن تي مُهرون لڳائي ڇڏيون هُيون. اهي ماڻهو معمولي شيءِ کي ڏسي سگهندا هئا پر ايتري قدر منوّر شيءِ کي نٿي ڏسي سگهيا. اهي ماڻهو الله وارن سان ملڻ جي جدوجهد بہ ڪونہ ڪندا آهن ۽ پنهنجي اکين تان مُهرون زائل ڪرڻ جي تدبير بہ نٿا ڪن ۽ خواه مخواه اميدوار بہ آهن. علوم و اسرارِ خداوندي ڏانهن توجہ نٿا ڪن ۽ دنياوي علوم جي حصول ۾ دست و گريبان آهن. اُن نور جو هر حصو اِها تمنا ڪري رهيو هو تہ ڪاش قوم ان کي سُڃاڻي ۽ ان جي ذريعي راهِ نجات تي هلي پوي. اُن نور جي پُڪار تي غيرت خداوندي جي طرفان آواز آيو تہ انهن کي دعوت نہ ڏي، انهن جي اکين تي مُهر لڳائي ويئي آهي، انهن جي لاءِ هاڻي ڪا پناهہ جي جاءِ نہ آهي. دعوت الي الله جي جواب ۾ منڪرين جي طرفان داعي کي اهوئي جواب ملندو آهي تہ هن جو دماغ ٺيڪ نہ آهي. جيئن تہ ان داعيءَ مشقتون برداشت ڪيون آهن ۽ مُجاهدا ڪيا آهن انهيءَ ڪري دماغ ۾ خُشڪي اچي ويئي اٿس. داعيءَ کي تعجّب ٿئي ٿو تہ ايتري قدر واضح علامتن جي باوجود اهي ماڻهو دعوت کي ڇو نٿا قبول ڪن. دنيا جي معاملن ۾ سڀ عقلمند آهن پر هن روحاني چمن (باغ) جا بي عقلي سبب مُنڪر بنجي رهيا آهن. منڪرين جي انڪار سان داعي ۾ خود پنهنجي باري ۾ وسوسا پيدا ٿيڻ لڳن ٿا. اهو داعي پوءِ سوچي ٿو تہ خواب تہ بلڪل نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ آئون نفس الامر ۾ انهن شين کي ڏسي رهيو آهيان ۽ انهن مان نفع افروز ٿي رهيو آهيان. مطلب تہ داعي جي اڳيان هڪ طرف حقيقتون هونديون آهن ۽ ٻئي طرف منڪرين جو بالاتفاق انڪار. پوءِ ان کي شڪ ۽ شُبها پيدا ٿيڻ لڳندا آهن. ائين بہ نہ آهي تہ انهن شين جي اُنهن کي طلب ۽ ضرورت نہ هجي. بزرگ رومي رحمة الله عليه هيءُ مضمون بيان فرمايو تہ مُنڪرن جي انڪار سان خود داعي ۾ پنهنجي ۽ حقيقتن جي باري ۾ شڪ ۽ شُبها پيدا ٿي وڃن ٿا. هاڻي ان مضمون جي تائيد ۾ هن آيت مان دليل وٺي ٿو. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ حَتّٰۤى اِذَا اسۡتَيۡـَٔسَ الرُّسُلُ وَظَنُّوۡۤا اَنَّهُمۡ قَدۡ كُذِبُوۡا جَآءَهُمۡ نَصۡرُنَا (يوسف ١١٠) هن آيت ۾ لفظ "ڪذبوا" ۾ ٻہ قراتون آهن. هڪ حضرت عائشہ رضي الله عنها عنهما جي قرات آهي. بي بي صاحبہ ان لفظ کي كُذّبوا "ذ" کي شد سان پڙهندي هئي. ان قرات مطابق ترجمو هي ٿيندو: ايستائين جو جڏهن رسول مايوس ٿي ويا ۽ کين يقين ٿي ويو تہ انهن جي قوم کين ڪوڙو چيو، تڏهن انهن وٽ اسان جي مدد پُهتي." حضرت ابن عباس " ان لفظ کي كُذِبُوا پڙهندو هو، ان صورت ۾ ترجمو ٿيندو تہ "انهن رسولن کي هي وسوسو ٿيڻ لڳو تہ انهن سان مدد جو وعدو غلط ڪيو ويو هو...." بزرگ رومي رحمة الله عليه پنهنجي اڳين مضمون جي مطابقت ۾ ان لفظ کي حضرت ابن عباس " جي قرات مطابق پڙهي ڪري ترجمو ڪري ٿو. هيءُ بدگماني ان وقت ٿيڻ لڳندي آهي جڏهن اهو داعي پنهنجو پاڻ کي الله جي مدد کان روڪيل سمجهندو آهي. ان داعي کي الله جي طرفان حڪم ٿيندو آهي تہ انهن مُنڪرن کان قطع نظر ڪر ۽ خود انهن غيبي اسرارن ۽ معرفتن مان فائدو حاصل ڪر ۽ انهن ماڻهن کي فائدو پهچاءِ جن جي مقدر ۾ فائدو آهي. الله وارن کان هر وقت عجيب و غريب شين جو ظهور ٿيندو رهندو آهي. منڪر چوندا آهن تہ هتي نہ باغ آهي نہ ميوا آهن. هي شخص ماڻهن کي ڇو دعوت ڏئي رهيو آهي؟ ۽ مُنڪر هي بہ چوندا آهن تہ انهن چرين داعين اسان کي چريو بنائي ڇڏيو آهي. اسين ڏسي رهيا آهيون تہ اسان کي ڪجهہ نظر نٿو اچي، فقط بيابان ۽ ڏکيو رستو نظر اچي ٿو. داعي چون ٿا تہ ايتريقدر وڏا واقعا ۽ حقيقتون غلط ۽ وهم ڪيئن ٿي سگهن ٿا! الله انهن تي مُهر لڳائي آهي جنهن جي ڪري هي انڌا ۽ ٻوڙا آهن، نہ ڪجهہ ڏسن ٿا ۽ نہ ڪجهہ ٻُڌن ٿا. اهڙي قسم جا هي جهڳڙا حضور عليه السلام سان قريشن ڪيا. انهن جي انڪار تي حضور عليه السلام جن کي تعّجب ٿيندو هو ۽ ابولهب کي بہ حضور عليه السلام جن جي دعوت تي عجب ٿيندو هو. داعيءَ جو قوم جي انڪار تي تعجب ۽ مُنڪرن جو داعي جي دعوت تي عجب، انهن ٻنهين ۾ انجام جي لحاظ کان وڏو فرق آهي.

**دقوقيءَ جي نگاهہ ۾ ستن ئي وڻن جو هڪ وڻ بڻجي وڃڻ**

گفت رانده پیشتر من نیک بخت
باز شُد آں ہفت جُملہ یک درخت

ترجمو: ”(دقوقي رحہ) فرمايو تہ آئون سعادت مند اڳتي وڌيس، پوءِ اهي ست ئي وڻ هڪ ٿي ويا.“

انهن ستن وڻن جو ڪڏهن هڪ ٿيڻ، ڪڏهن ست بڻجڻ منهنجي لاءِ انتهائي حيرت جو سبب هو. ان ڪيفيت ڪان پوءِ انهن ستن وڻن نماز لاءِ صف بندي ڪئي ۽ انهن مان هڪ امام بڻجي ويو. وڻن جي نماز تي مون کي ڏاڍو عجب ٿيو. پوءِ مون کي قرآن شريف جي هيءَ آيت ياد آئي وَّ النَّجْمُ وَ الشَّجَرُيَسْجُدٰنِ ۝ (الرحمٰن-٦) يعني زمين وغيره تي پکڙڻ واريون وليون ۽ وڻ الله کي سجدو ڪن ٿا. نماز ۾ ويهن ٿا ۽ التحيات ۾ گوڏن ڀر ويهبو آهي. انهن وڻن جي نہ چيلهہ آهي جو اهي ويهي سگهن، نہ گوڏا آهن جو گوڏن ڀر ويهي سگهن، پوءِ اها ڪهڙي نماز آهي!

**ستن وڻن جو ست مرد بڻجي وڃڻ**

بعد دیرے گشتہ آنہا ہفت مرد
جملہ در قعدہ پے یزدانِ فرد

ترجمو: ”ٿوري دير ڪانپوءِ اهي (وڻ) ست مرد بڻجي ويا، الله احد جي لاءِ سڀ قعده ۾ هئا.“

ٿوري دير ڪانپوءِ مون ڏٺو تہ اهي ست وڻ وري ست انسان بڻجي ويا ۽ قعده ۾ آهن، التحيات ويهي پڙهي رهيا آهن. مون اکيون مهٽي ڏسڻ چاهيو تہ ست مرد ڪير آهن ۽ انهن جو دنيا ۾ ڪيتري قدر وڏو مرتبو آهي. جڏهن انهن کي ويجهو پهتس تہ هوش سان کين سلام ڪيم. قوم مون کي ان سلام جي جواب ۾ چيو: اي دقوقي رحہ بزرگن جي لاءِ باعثِ فخر ۽ تاج! آئون حيران ٿيس تہ انهن منهنجو نالو ورتو ۽ مون کي ڪيئن سڃاتائون، هن کان اڳ ۾ انهن مون کي ڏٺو هو ڇا؟ اهي منهنجي دل جي ڳالهہ فوراً سمجهي ويا. هڪٻئي کي هيٺ نگاهون ڪري ڏسڻ لڳا، مون کي چوڻ لڳا تہ توتي اها ڳالهہ ڇو لڪل آهي؟ جنهن دل کي الله سان مقامِ حيرت جو قُرب حاصل ٿيندو آهي ان تي سڀ مخفي ڳالهيون کُلي وينديون آهن. مون انهن بزرگن کي چيو تہ الله وارَن جي حقيقت ڏانهن توجهہ هوندي آهي ۽ اهي رسمي نالي ڏانهن توجهہ نہ ڪندا آهن ۽ نہ ان جو انهن کي ادراڪ هوندو آهي. توهان منهنجو نالو دقوقيؒ ڪيئن معلوم ڪيو؟ چاڪاڻ تہ ولي معرفتِ حق ۾ غرق رهندو آهي، ان جي لاءِ رسمي نالن جو ذهول ٿي ويندو آهي. ايئن نہ آهي تہ انهن کي باطني توجهہ جي ذريعي نالي معلوم ڪرڻ جي طاقت نہ آهي. ان ڪانپوءِ انهن چيو تہ اسان جي تمنا تنهنجي اقتدا ۾نماز پڙهڻ آهي. مون چيو تہ هائو، پر ٿوري دير بعد. چاڪاڻ تہ آئون زماني جي انقلاب جي ڪري ڪجهہ مُشڪلات ۾ ڦاٿل آهيان. انهن چيو تہ نہ، صحبت ۾ وڏو تاثير آهي. ٻج مِٽي ۽ پاڻيءَ جي صحبت اختيار ڪري ٿو تہ انگور بڻجي اُڀري ٿو، داڻو بلڪل مٽيءَ ۾ ملي ويو، پنهنجو رنگ ۽ بوءِ ختم ڪيائين، تڏهن نئين سر ڦُٽو. داڻي پنهنجو پاڻ کي مٽيءَ ۾ مِلايو تہ اُن جو ظاهر ختم ٿي ويو ۽ اُن جي باطن جلوي ڪري شروع ڪئي. هُنن سِر ڌوڻي اهڙو اشارو ڪيو جنهن جو مطلب هو تہ اسين تنهنجو چوڻ مڃيندا سون. ٿوري دير اُنهن بزرگن سان مُراقبو ڪندي ئي آئون زماني جي گردش کان ٻاهر نڪري ويس. جهان جا سڀ تغيرات زماني جي ڦير گهير جي ڪري آهن. جيڪو شخص زماني جي دور کان مٿانهون ۽ بالاتر ٿي وڃي تہ اُن ۾ ڪو تغيّر نٿو اچي. انسان جيڪڏهن زماني جي دور کان بالاتر ٿي وڃي تہ ڪم ۽ ڪيف کان بالاتر ٿي ويندو آهي. جڏهن انسان چون چرا کان آزاد ٿي وڃي تہ اهو خدا جو همراز بڻجي ويندو آهي. جيڪي ماڻهو نماز ۾ مُقيد آهن اهي لازماً ذات باري تعاليٰ ڏانهن راهہ ياب نٿا ٿي سگهن. طلب ۽

جُستجوءَ ۾ هر سالڪ ۽ غير سالڪ جي هڪ حد مقرر آهي. غيب جا موڪل مقرر آهن. اِن ڳالهه ڪي ان مقام تي رڪون ٿا. جيڪڏهن انسان پنهنجي ان غيبي نگهبان کي نٿو ڏسي سگهي ته اُن جي وجود کي هن مان سمجهه ته انسان گهڻي ڪوشش ڪندو آهي ۽ هر طرح سان ڪوشش جي لاءِ آزاد هوندو آهي پر مقصد تائين نٿو پهچي سگهي. ان مان معلوم ٿيو ته ڪا نه ڪا غيبي بندش آهي، توهان ان ڪان انڪار ڪريو ٿا ته اها رُڪاوٽ غيبي مُحافظ جي ڪري آهي ۽ چئو ٿا ته انسان کي رڪاوٽ نفس جي ارادي جي ڪري پيش اچي ٿي.

**دقوقيؒ جو اُن قوم جي امامت جي لاءِ اڳتي وڌڻ**

این سخن پایان نه دارد تیز دَو
هین نماز آمد دقوقی پیش شو

ترجمو: ”انهن ڳالهين جو خاتمو نه آهي، تيز پيچ، خبردار! نماز جو وقت ٿي ويو، اڳيان ٿيءُ.“

اي يڪتا! ٻه رڪعتون ادا ڪر تان ته زمانو تنهنجي ڪري بارونق بنجي وڃي، تون اهڙو امام آهين جنهن جي باطني اک ڪُليل آهي ۽ امامت جي لاءِ اهڙو ئي شخص مُناسب آهي جيڪو روشن ضمير هجي. فقہ جي ڪتابن ۾ لکيل آهي ته انڌي جي پويان نماز مڪروهه آهي. روشن ضمير امام بهتر آهي، چاهي اُن جي ظاهري تعليم نه هجي ڇاڪاڻ ته انڌو گندگي کان بچاءُ نٿو ڪري سگهي، بچڻ ۽ پرهيز جو بنياد اک آهي. جيڪڏهن انسان دل جو انڌو آهي ته اهو نسورو شر آهي. ظاهري انڌي کي ته ظاهري نجاست هوندي آهي جنهن جو ازالو آسان آهي پر باطن جي انڌي ۾ باطنيِ نجاست آهي جنهن جو ازالو ڏاڍو ڏکيو آهي. ظاهري نجاست پاڻيءَ سان ڌوئي سگهجي ٿي پر باطني نجاست فقط لڙڪن سان ڌوپندي آهي. الله تعاليٰ ڪافر کي نجس ۽ پليد، باطني نجاست جي ڪري قرار ڏنو آهي. ظاهري نجاست جي بدبوءِ ٿورو پري پهچي ٿي پر باطني نجاست جي بدبوءِ گهڻو پري تائين پکڙي ٿي. باطني نجاست جي بوءِ فقط دنيا تائين نه پر آسمانن تائين پکڙجي ٿي. مون جيڪي نُڪتا ٻڌايا اهي تنهنجي عقل جي اندازي مطابق ٻڌايا آهن. ڪو عاقل ڪامل ملندو ته تفصيل بيان ڪندس، مون کي اُن جي تمنا آهي.

انسان جي بدن ۽ سمجهه جو مثال دِلي ۽ اُن جي پاڻيءَ مان سمجهه، بدن جي دِلي ۾ پنج حواس بمنزلہ پنج سوراخن جي آهن. جيڪڏهن دِلي جا سوراخ بند نه ڪيا وڃن ته دِلي ۾ برف نه رهندي، جنهن مان پاڻي نهي ٿو ۽ نه وري پاڻي رهندو. اهڙي طرح جيڪڏهن حواس خمسہ جي حفاظت نه ڪئي وڃي ته سمجهه ۽ سوچ ضايع ٿي ويندي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته قُلْ لِّلْمُؤْمِنِيْنَ يَغُضُّوْا مِنْ اَبْصَارِهِمْ (النور-٣٠) ”اي نبيﷺ توهان مومنن کي چئو ته بيهوده گفتگوءَ سان ٻه سمجهه برباد ٿيندي آهي. ڪن سان غلط ڳالهيون ٻُڌندين ته فهم برباد ٿيندئي. عارفن جي حواس خمسہ جي ذريعي ٻه حق جي سمجهه گهٽبي آهي پر اهي اُن جو عوض ۽ بدل حاصل ڪري وٺندا آهن. وقت نه آهي ورنہ آئون سمجهايان ها ته ڪامل عارفن کي اهو عوض ۽ بدل ڪٿان ڪان حاصل ٿيندو رهندو آهي. وڏن دريائن جو پاڻي خرچ ٿيندو رهندو آهي، ڪڪر دريائن مان پاڻي حاصل ڪندا آهن، سمنڊ جو پاڻي بُخارن جي شڪل وٺي پوءِ ڪڪر بنبو آهي.

مون هن ڪتاب ۾ قصا بيان ڪرڻ شروع ڪيا آهن ۽ باطن رهجي ويو آهي. ضياء الحق جي شخصيت نادرِ زمانہ آهي. جيئن ته منهنجي دل شايانِ شان نه آهي، منهنجي طبيعت جي تقاضا اها ئي آهي ته تنهنجو ذڪر در حديث ديگران ڪندو رهان. اصل شخص کي مخفي رکڻ جي لاءِ اُن کي ڪنهن مثال جي ذريعي بيان ڪيو ويندو آهي. منهنجون تعريفون تنهنجي مرتبي کان گهٽ آهن. هڪ گداگر کان مانيءَ جو ٽڪر به الله تعاليٰ قبول فرمائيندو آهي ۽ وڏيڪ مقدار جي صدقي جو اُن کان مطالبو ڪونہ ڪندو آهي. الله تعاليٰ وٽ اکين جي ٻن لڙڪن جو ايترو قدر آهي جيترو وڏي ڪان وڏي مال جو نه آهي. مون جيڪي تعريفون ڪيون آهن انهن مان مقصود ضياء الحق آهي. ضياء الحق جو

نالو صراحتاً هن لاءِ نہ آهي تہ متان حاسد اُن تي حسد ڪن، ضياء الحق جو تصوّر حاسدن جي دماغ ۾ نٿو اچي سگهي.
انهن جي تصوّر ۾ حاسدن جي دماغن جو مثال طوطي ۽ ڪوئي جي ٻر وانگر آهي. ڪوئي جي ٻر ۾ ڀلا طوطو ڪڏهن سُتو آهي؟ انهن حاسدن جي ذهن ۾ ضياء الحق جو حقيقي تصوّر نہ آهي پر بناوٽي آهي، جيئن ڪِن چنڊ ڏسڻ وارن ڪي پنهنجي پرونءَ جو وارُ چنڊ جي صورت ۾ نظر ايندو آهي. آئون تنهنجي تعريف ستن آسمانن ۾ پنجن حواسن ڪان وڏيڪ ڪندس.

**امامت جي لاءِ دقوقي رحمة الله عليه جو اڳتي وڌڻ**

در تحیات و سلام صالحین
مدحِ جملہ انبیاء آمد عجین

ترجمو: ”التحيّات ۾ نيڪن تي سلام ۾، سڀني نبين جي تعريف ڳوهيل آهي.“

التحيّات ۾ جڏهن ڪو اَلسَّلَامُ عَلَيْنَا وَعَلٰى عِبَادِ اللهِ الصَّالِحِيْنَ چوي ٿو تہ اُن ۾ مجموعي طور سڀني انبيائن ۽ نيڪ ٻانهن تي سلامتيءَ جي دعا ٿي ويندي آهي. حقيقي تعريف فقط خدا جي آهي، اشخاص ۽ صورتون جيئن تہ اُن نورِ حق مان فيض ڪسب ڪن ٿيون، انهيءَ ڪري اهي قابلِ مدح ٿي وڃن ٿيون. جيڪڏهن ڪو انهن صورتن ۾ شخصن کي اصل سمجهي ويهي تہ گمراهي آهي. ديوار تي جيڪا چانڊاڻ آهي اها اُن جي پنهنجي نہ آهي پر اها چنڊ جي آهي. هاڻي جيڪڏهن ڪو ديوار تي چانڊاڻ نہ هجڻ جي ڪري چنڊ جي تعريف ڇڏي ڏي تہ اُن جي گمراهي آهي. پاڻيءَ ۾ جيڪو عڪس آهي اُن جي تعريف چنڊ جي تعريف آهي. جيڪڏهن ڪو اصولي طور اصل تعريف اُن عڪس جي ڪري تہ اُن جي گمراهي آهي. سڀني خوبين جو سرچشمو تہ ذاتِ خداوندي آهي، جيڪڏهن ڪو مخلوق کي اصل سمجهي ويهي تہ اها اُن جي بدبختي آهي. مجازي معشوق جي عِشق جو نتيجو محض شهوت پرستي آهي. عارضي حُسن ديوار جي چانڊاڻ جهڙو آهي. خيالي معشوق سان جيڪڏهن عشق اَلْمَجَازُ قِنْطَرَةُ الْحَقِيْقَةِ ”مجازي عشق حقيقت جي پُل آهي.“ اهو جذبو عِشق جو هڪ پَرُ آهي، اُن کي حقيقت تائين پرواز جو ذريعو بنائڻ گهرجي. ماڻهو مجازي عشق ۾ شهوت راني ڪري، پنهنجي اُن پَرَ کي جيڪو حقيقت تائين پرواز جو سبب بنجي سگهيو ٿي، برباد ڪري ڇڏيندا آهن. ان نُڪتي جو تفصيل پوءِ ڪنهن وقت ٻڌايو ويندو، ڇاڪاڻ تہ آئون مُفلس آهيان. مُفلس مقروض کي مُهلت ڏني ويندي آهي.

**قوم جو دقوقيءَ رحمة الله عليه جي پيروي ڪرڻ**

پیش در شُد آں دقوقیؒ در نماز
قوم ہمچوں اطلس آمد او طراز

ترجمو: ”نماز ۾ دقوقي رحمة الله عليه اڳيان ٿيو. قوم اطلس وانگر هئي ۽ هو نقش و نگار وانگر هو.“

اها غيبي قوم بمنزلہ ريشمي ڪپڙي جي هئي ۽ دقوقي رحمة الله عليه اُن جي نقش و نگار وانگر هو. قوم وارن اُن جي اقتدا ڪئي. جيئن ئي بزرگ تڪبير تحريمہ پڙهي دنيا و مافيها کان غافل ٿي ويو. قربانيءَ جي جانور تي جڏهن تڪبير چئي ڪري ڇُري هلائي ويندي آهي تہ اهو هن دنيا کان مُنقطع ٿي ويندو آهي. تڪبير تحريمہ جو مطلب بہ اهوئي آهي تہ نمازي دربارِ خداوندي ۾ پنهنجي نفس جي قرباني پيش ڪري ٿو. انهيءَ ڪري جڏهن توهان تڪبير چئو تہ فوراً نفسِ اماره کي ذبح ڪري وجهو. تڪبير تحريمہ جي وقت روح کي بمنزلہ حضرت ابراهيم خليل عليه السلام الله جي بنايو ۽ جسم کي بمنزلہ اسماعيل عليه السلام ذبيح الله جي بنايو. الله اڪبر جي ذريعي جسم شهوت ۽ حرص جي لحاظ کان مُرده هجڻ گهرجي ۽ بسم الله الرحمٰن الرحيم جي ذريعي جسم بسمل سَر بُريده هجڻ گهرجي. نماز جي جماعت ۾

حالت کي ائين سمجهو جيئن قيامت ۾ الله جي دربار ۾ صفون ٻڌي کري بيٺل هوندؤ ۽ توهان کان حساب و ڪتاب ۽ سوال و جواب ٿيندا. هاڻي نماز ۾ جڏهن توهان "قيام" ۾ آهيو ته ڄڻ الله تعاليٰ توهان کان سوال ڪري ٿو ته توهان کي زندگي جي جيڪا مُهلت ڏني هئي اُن ۾ توهان منهنجو ڪهڙو ڪم ڪيو. مون توهان کي روزي ۽ طاقت ڏني اها ڪهڙي ڪم ۾ خرچ ٿي؟ پنج حواس ڏنا. هٿ پير ۽ اکيون ۽ ڪن ڏنا. انهن مان ڪهڙو ڪم ورتو؟ نماز ۾ "قيام" جي حالت ۾ جڏهن اهي سوال ٻڌي ٿو ته "رڪوع" ۾ وڃڻ ڄڻ شرمندگيءَ سان جُهڪڻ آهي. هاڻي اُن ۾ ايتري طاقت نٿي رهي جو بيهي سگهي، تڏهن شرمندو ٿي ڪري جُهڪي تسبيح پڙهڻ لڳو آهي. پوءِ اُن کي الله جو حُڪم ٿئي ٿو ته ڪنڌ مٿي ڪڻ ۽ جواب ڏي. تڏهن اهو "قومہ" ۾ بيهي ٿو ۽ پوءِ شرمندگيءَ مان سجدي ۾ ڪري پوي ٿو. پوءِ "سجدي" جي حالت ۾ اُن کي ڪنڌ ڪڍڻ جو حڪم ٿئي ٿو. اهو سجدي مان ڪنڌ ڪڍي ٿو پر شرمندگيءَ مان وري سجدي ۾ ڪري پوي ٿو. ٻئي سجدي ۾ اُن کي وري حڪم ملي ٿو ته ڪنڌ مٿي ڪڻ ۽ جواب ڏي. تڏهن اُن ۾ ايتري طاقت نٿي رهي جو اهو بيهي سگهي، انهيءَ ڪري "قعده" ۾ ويهي رهي ٿو. "قعده" جي حالت ۾ ڄڻ الله تعاليٰ اُن کي فرمائي ٿو ته اسان توکي نعمتن جو سرمايو ڏنو هو، ان سرمايي جو نفعو ڏيکار ڪٿي آهي؟ هاڻي اهو ڏسي ٿو ته نه وٽس سرمايو آهي نه نفعو! تڏهن گهٻرائجي سفارش ڪرڻ واري جي تلاش شروع ڪري ٿو.

**الله تعاليٰ جي پڇاڻي جي ڪري ساڄي پاسي سلام جو اشارو ۽ انبيائن کان شفاعت گهرڻ جو بيان**

هاڻي اهو ساڄي پاسي سلام ورائي ٿو ته ڄڻ انبياء ۽ ڪراماً ڪاتبين کان پنهنجي سفارش جي استدعا ڪري ٿو.

*رو بدستِ راست آرد در سلام*
*سوئے جانِ انبیاء و آں کرام*

ترجمو: "سلام ۾ ساڄي پاسي مُنهن ڦيري ٿو، انبياء ۽ بُزرگن جي روح ڏانهن."

ساڄي پاسي سلام ڪرڻ سان ڄڻ اُن جي مُدّعا انبيائن کان سفارش گهرڻ آهي. انبياء اُن کي جواب ڏيندا ته وقت نڪري ويو، هاڻي ڪا تدبير نه آهي، هن وقت بي موقع پُڪار ۽ دانهن آهي. هاڻي اهو ڄڻ مايوس ٿي ڪري کاٻي پاسي سلام ڪري پنهنجي رشتيدارن کان مدد جو خواهان ٿئي ٿو. رشتيدار به اُن کي مايوس ڪن ٿا. جڏهن اهو ٻنهين پاسان مايوس ٿي وڃي ٿو ته هاڻي دل شِڪسته ٿي ڪري دربارِ خداوندي ۾ دعا لاءِ هٿ ڊگها ڪري ٿو ۽ عرض ڪري ٿو ته سڀني جاين کان مايوس ٿي ڪري تو ڏانهن رجوع ڪريان ٿو. جڏهن اهو الله تعاليٰ کان دعا گهري ٿو ته اُميد جُڙي ٿي ته خدا مٿس رحم ڪري ۽ سندس جان ڇُٽي وڃي. مٿي جيڪي شعرن ۾ نماز جا اشارا آهن اهي ته هر نمازي جي لاءِ آهن. هاڻي جماعت ۾ مقتدي بڻجڻ جو اشارو سمجهو ته اهو امام حرڪتن ۽ سُڪون تي سرِ تسليم خم ڪري ٿو ته ڄڻ اهو الله تعاليٰ جي هر هدايت تي عمل پيرا هجڻ جو اشارو آهي. ايستائين جو اهو پنهنجي خطائن جي سزا تي رضا جو اظهار ڪري ٿو. اسان نماز جي ارڪانن جا جيڪي اشارا سمجهايا انهن مان نتيجو ڪڍي وٺ ۽ نماز ۾ خالي ڪُڪڙ وارا ٺونگا نه هڻ.

**نماز جي حالت ۾ دقوقيءَ رحمة الله عليه جو ٻيڙي ٻڏڻ وارن جي فرياد ٻڌڻ**

*آں دقوقیؒ در امامت کرد ساز*
*اندر آں ساحل درآمد در نماز*

ترجمو: "دقوقي رحمة الله عليه امامت شروع ڪئي، هن ڪناري تي نماز شروع ڪئي."

جماعت اُن جي پويان قيام ۾ هئي. امام بہ بهترين ۽ مقتدي بہ بهترين هئا. اوچتو اُن جي نگاهہ درياءَ ڏانهن ويئي تہ اُتان ٻيڙيءَ وارن جو فرياد ٻڌائين جيڪي ٻُڏ جي ڪري دانهون ڪري رهيا هئا. ڪُن ۾ ڦاسڻ کان پوءِ سڀئي ٻيڙيءَ وارا مُخلص بڻجي ويندا آهن ۽ خدا کان دعا گهرڻ لڳندا آهن. جن ماڻهن سڄي عمر سجدو بہ نہ ڪيو هوندو آهي اهي بہ سجدو ڪندا آهن. دنيا جا سڀئي وسيلا ختم ٿي ويندا آهن تہ الله ڏانهن رجوع ڪندا آهن. نزع جي وقت فرعون بہ ايمان آڻڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. انسان جي فطرت آهي تہ سڀ تدبيرون ختم ٿيڻ کان پوءِ خدا ڏانهن رجوع ڪندو آهي، عاجزي ۽ دعا ۾ مصروف ٿيندو آهي. بدڪار جيئن تہ شيطان جا پرستار آهن، جڏهن اهي پريشاني جي وقت الله کي ياد ڪندا آهن، تڏهن شيطان گهبرائيندو آهي ۽ اُنهن کي سڏي چوندو آهي تہ الله ڏانهن رجوع نہ ڪريو، ورنہ ٻن خداين ۾ مُبتلا ٿي ويندوءَ. هڪ توبهہ کان پوءِ بدعهدي ٻيو گناهہ آهي ۽ شيطان انهن کي گهوري ڏسندو آهي. ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ کان پوءِ توهان ڪڏهن نہ رئندؤ ۽ نہ هي ياد ڪندؤ تہ خدا توهان جي دستگيري ڪئي هئي. فقط نيڪ ماڻهو هي سمجهي رهيا هئا تہ اهو شيطاني آواز خالي نيڪيءَ کان روڪڻ جي لاءِ آهي. هن واقعي مان حضور ﷺ جن جي قول جي تصديق ٿي وڃي ٿي تہ جاهل کي جيڪي ڪجهہ آخر ۾ ڪرڻو پوي ٿو اهو عقل مند ڪم جي شروعات ۾ ڪندو آهي. ٻيڙيءَ وارن فاسقن پڇاڙيءَ ۾ اهو ئي گِريو ۽ زاري ڪئي جيڪا الله وارا ابتدا ۾ ڪندا آهن. جيڪڏهن هڪ عام ماڻهو غيبي پيش اچڻ واري ڳالهہ کي نہ ٿو ڏسي تہ احتياط جي تقاضا هي آهي تہ مصيبتن ۾ ڦاسڻ کان ڊڄندو رهي ۽ توبهہ ۽ استغفار ڪندو رهي.

**مُحتاط انسان جا خيالات**

حزم چہ بُود بدگماني دَر جُهاں
دمبدم ديدن بلائے ناگهاں

ترجمو: ”احتياط ڇا هوندو آهي؟ دنيا ۾ بدگماني، گهڙيءَ گهڙيءَ ۾ اوچتو مصيبت ڏسڻ.“

احتياط جي تقاضا هي آهي تہ انسان ڪڏهن مطمئن نہ ٿئي ۽ هر وقت اوچتو مصيبت کان بچڻ جي تدبير ڪندو رهي. احتياط جي معنيٰ هن مثال مان سمجهو تہ مثلاً هڪ ماڻهو جنهن کي شينهن پُڪڙيو آهي ۽ اهو پنهنجي بچاءَ جون تدبيرون سوچي ٿو، توهان شينهن جي حملي کان اڳ ۾ ئي اهو سوچي وٺو. پر اسين غفلت ڪريون ٿا ۽ قضا جي شينهن کان بچڻ جي تدبير نٿا ڪريون. ماڻهو فقر ۽ مسڪيني کان ڊڄن ٿا ۽ ايتري قدر ان جي خوف ۾ مُبتلا آهن جيئن سمنڊ ۾ ٻُڏندڙ خوف ۾ مبتلا هوندو آهي. جيڪڏهن فقر پيدا ڪرڻ وارا خدا کان اهڙي طرح ڊڄن تہ انهن تي زمين جا خزانا کُلي وڃن ۽ فڪر جو ڪو احتمال باقي نہ رهي. انسانن جي هيءَ بي عقلي آهي تہ موهوم غم جي ڪري عين غم ۾ مبتلا ٿي وڃن ٿا ۽ محتمل فقر جي غم جي ڪري پاڻ تي غم طاري ڪن ٿا. اهو ائين آهي جيئن ڪو شخص زندگيءَ جي تلاش ۾ پاڻ تي موت طاري ڪري.

**ٻيڙيءَ وارن جي ڇوٽڪاري لاءِ دقوقيءَؒ جي دعا ۽ سفارش**

چوں دقوقیؒ آں قيامت را بديد
رحمِ اُو جوشيد و اشکِ او دَويد

ترجمو: ”دقوقيءَؒ جڏهن اُن قيامت کي ڏٺو تہ سندس رحم جوش ۾ آيو ۽ ڪانئس ڳوڙها ڳڙي پيا.“

درويش چيو: اي خدا! انهن جي گناهن کي نہ ڏس، انهن جي دستگيري فرماءِ، سلامتي سان ڪناري تي پهچاءِ! گناهہ درگذر ڪر. الله تعاليٰ ظاهري باطني حواس مفت عنايت فرمايا آهن. اي خدا! پنهنجي گناهن تي اسان جو دعا گهرڻ بہ تنهنجي تعليم ۽ عطا آهي. تو اسان کي دعا سيکاري آهي جهڙي طرح ماءُ ٻيچين ٿي ڪري ٻار جي لاءِ دعا

گهرندي آهي. دقوقيؒ جي اها ئي حالت هئي. دعا ۾ اهڙو مصروف هو جو ان کي پنهنجو هوش نه هو. انسان بي خود ٿي ڪري دعا گهرندو آهي ۽ جيئن ته اهو خود فنا في الله آهي انهيءَ ڪري اها دعا ان ڏانهن منسوب نه ٿيندي پر خدا ڏانهن ٿيندي. فاني جي دعا به الله جي طرفان آهي ۽ ان جي قبوليت به الله جي طرفان آهي. جڏهن دعا گهرڻ وارو فاني آهي ته درميان ۾ ڪو واسطو نه آهي. فاني جي جسم ۽ جان کي دعا جو احساس به ڪونه هوندو آهي. خدا جا خاص ٻانها جيئن ته خدائي اخلاق سان مُتَصف هوندا آهن ۽ انهن جي حالت به اها ئي هوندي آهي، اهي خالي پنهنجي صفتِ رحم جي ڪري سفارشي ۽ دستگير بڻجي ويندا آهن. ڪامل عارفن سان دعا جو تعلق مصيبت ۾ مبتلا ٿيڻ تي به ۽ مصيبت ۾ مبتلا ٿيڻ کان پهريان به رکڻ گهرجي. ٻيڙي بزرگ دقوقيؒ جي دعا سان بچي ويئي، ٻيڙيءَ وارن سمجهيو ته انهن جي قوت بازو سان ٻيڙي ڪُن مان نِڪتي آهي. ان جو مثال هي آهي ته لومڙي شڪاريءَ جي گِرفت کان پنهنجي پيرن جي ذريعي بچي هئي پر اها پنهنجي مڪاري سان سمجهي ٿي ته پُڇ جي ڪري بچي وئي آهيان. دوکي ۾ مبتلا انسان ائين سمجهي ٿو.

حقيقت ۾ جيڪو ڇوٽڪاري جو اصل ذريعو آهي ان جي حفاظت ڪريو. اسان جي ڇوٽڪاري جو ذريعو ڪامل عارف آهن. اسين خود پنهنجي نجات جون جيڪي تدبيرون ڪريون ٿا ان جو مثال لومڙيءَ جي پُڇ جهڙو آهي، جنهن کي ان نجات جو سبب سمجهيو هو. اسين پنهنجي استدلال ۽ تدبير کي نجات جو ذريعو سمجهون ٿا، اهڙيون تقريرون ڪريون ٿا جنهن سان ماڻهو حيران ٿي وڃن ٿا. انسان پنهنجي تدبيرن ۽ مڪّاري جو بيان ڪري ماڻهن کي مرعوب ڪرڻ چاهي ٿو ۽ چڙ ته انهن کي مرعوب ڪري پنهنجي خدائي ٻڌائڻ چاهي ٿو. انهن مڪّارين جي ذريعي ماڻهن جي دلين تي حڪومت ڪرڻ چاهي ٿو. اهو نٿو ڏسي ته خود عاجزيءَ جي کڏ ۾ ڪريل آهي. جڏهن خود کڏ ۾ آهي ته ٻين کي معتقد بنائي ڇو کڏ ۾ ڪيرائي ٿو. ها جيڪڏهن خود ڪي ڪو اعليٰ مقام حاصل آهي ته بيشڪ، ٻين کي معتقد بنائي ان مقام تي ڇِڪي آڻيو. جڏهن ته خود انسان ڇئن عناصرن، پنجن حواسن ۽ ڇهن جهتن ۾ قائل آهي يعني اُن جي پُهچ فقط سِفليات تائين آهي ۽ علويات سان اُن جو ڪو واسطو نه آهي ته ٻين کي ان مقام جي دعوت ڏيڻ ڪهڙي انسانيت آهي. جيستائين انسان عالمِ سِفلي ۾ قائل آهي ته ان جو مثال گڏه واري جهڙو آهي جيڪو گڏه جي پويان هلي ٿو ۽ اُن کي گڏه جي مقعد سان قُرب رهي ٿو. گڏه وارو ٻين کي گڏه جي مقعد کي چُمي ڏيڻ جي دعوت ڏي ته اها ڪهڙي سُني ڳالهه چئبي؟ جيڪي ڪجهه تون پنهنجي تدبيرن سان حاصل ڪرڻ چاهين ٿو اهو ڪاملن جي دعائن سان بدرجہ اوليٰ حاصل ٿي ويندو. تون جُز وانگر پنهنجي ڪُل ڏانهن هليو وينديں. تنهنجي دل ناقص آهي، ڪاملن جي دل ڪُل وانگر آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته اسين دل تي نظر رکون ٿا پر حقيقت ۾ تنهنجي دل ئي اها نه آهي جيڪا منظورِ نظر بنجي سگهي. دل عرش جي بُلندي تي هوندي آهي. بيشڪ دل ۾ اهائي صفت آهي پر جڏهن ته حقيقت ۾ اها دل هجي جيڪا عالمِ مجردات جي شيءُ آهي. جيڪڏهن اها آب و گل (مٽي ۽ پاڻيءَ) ۾ مبتلا آهي ته پوءِ اُن ۾ ۽ صورت ۾ ڪو فرق نه آهي ۽ صورت منظورِ خدا نه آهي. جيڪا دل مِٽي ۽ پاڻيءَ سان آلوده آهي اُن جو مثال اُن پاڻيءَ جهڙو آهي جيڪو ڪاري گپَ ۾ آهي ۽ اهو جيتوڻيڪ پاڻي آهي پر پاڻيءَ جي جاءِ تي ڪم نٿو اچي سگهي. اهڙي طرح آلوده دل، دل نه آهي ۽ گپَ وارو پاڻي حقيقي پاڻي نه آهي. اهڙي طرح آلوده دل، دل نه آهي. جنهن دل جي باري ۾ اهو طئي آهي ته اها آسمانن کان به بالاتر ۽ مٿانهين آهي اها ڪاملن عارفن ۽ پيغمبرن جي دل آهي، انهيءَ ڪري پنهنجي دل کي منظور خدا نه سمجهه ۽ عارفن سان جُڙي وڃ. الله وارن ۽ انبيائن جي دل عالمِ ناسوت جي آلودگيءَ کان پاڪ آهي. عارف عوام جي دل کي پاڻ ڏانهن ڇڪي سگهن ٿا پر عوام جي انانيت مانع بنبي آهي. تون وڏائي ڇڏ، پنهنجي دل کي صاف ڪر. عوام جي دل عارفن جي دل سان وابستگي جي خواهشمند آهي پر عالمِ ناسوت جون لذتون مانع بنبيون آهي. دل کي صاف بنائڻ جو اهو ئي طريقو آهي ته دنيا جي لذتن کان علحدگي

اختيار ڪئي وڃي. مِٽي جيڪا پاڻيءَ ڪي پاڻ ڏانهن ڇڪيندي آهي ان جو سبب عالمِ ناسوت جون لذتون آهن. فقط شراب ۽ ڪباب نه پر دنيا جي هر شيءِ دل جي صاف ٿيڻ ۾ مانع ۽ رُڪاوٽ آهي. دنيا جي هر شيءِ انسان کي مدهوش بنائي ٿي ۽ شراب جو ڪم ڪري ٿي. تنهنڪري دنيا جي محبوب شيءِ حاصل نه هجڻ سان اهي خمار پيدا ٿين ٿا جيڪي شرابيءَ کي شراب نه ملڻ سان پيدا ٿيندا آهن. دنياوي لذتون نه حاصل ٿيڻ سان بدن ۾ خمار ۽ سُستي پيدا ٿيڻ هن ڳالهه جو دليل آهي ته هن لذت ۾ شراب جهڙو اثر هو. مناسب آهي ته دنيا جي شين جو بقدرِ ضرورت استعمال ڪيو وڃي، انهن جي گهٽائي نه ڪئي وڃي. ڪامل عارفن جي وابستگي کان سرڪشي، رڳو هن بنياد تي آهي ته تون پنهنجو پاڻ کي واصل بحق سمجهيو ويٺو آهين. عالمِ ناسوت ۾ ڦاسڻ جي باوجود اصل هجڻ جي دعويٰ ته ائين آهي جيئن گَپَ جو پاڻي پنهنجو پاڻ کي خالص پاڻي سمجهي. تون خود انصاف ڪر، اها تنهنجي دل دل چورائڻ جي قابل آهي؟ تنهنجي دل ته دنياوي لذتن جي عاشق آهي ۽ اُن کي ڪير ۽ ماڪيءَ مان لذت حاصل ٿئي ٿي حالانڪ دنيا جي هر لذيذ شيءِ جي لذت دل جي تابع آهي. جيڪڏهن دل ۾ لذت آهي ته ان شيءِ ۾ به لذت آهي ورنه نه آهي. دل ڪنهن شيءِ جي لذت سان لذت حاصل ڪري اها اصل دل نه آهي. جڏهن ته اصل دل جي لذت آهي ۽ ٻين شين ۾ لذت ان مان پيدا ٿيندي آهي. دل جوهر آهي ۽ دنيا جون لذتون ذاتي نه آهن. دل جو مقصود خود ان جي عطا ڪيل شيءِ ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ جيڪا دل دنيا جي شين جي عاشق هجي ۽ دنيا جي لذتن ۽ پنهنجي غلط تمنائن سان مغلوب هجي اها نالي ۾ دل آهي حقيقتاً دل نه آهي. حقيقي دل عارفن جي دل آهي، تنهنجي دل دل نه آهي دل جو ذرو آهي، ڪامل عارفن جي دل مڪمل دل آهي. انهن سان وابستگي ڪر ته تنهنجو ٽڪرو جبل بنجي وڃي. اوليائن جي دل دنيا ۾ هڪ سمنڊ وانگر آهي جيڪي ماڻهن تي راز کوليندا آهن. الله جي طرف کان سلامتيون انهن کي عطا ڪيون وينديون آهن ۽ اهي پنهنجي اختيار سان دنيا وارن ۾ سلامتي تقسيم ڪندا آهن. جيڪو پنهنجو درست دامن پکيڙيندو ان جي دامن ۾ اهو سون اچي ويندو. هتي دامن مان ڪپڙي جو پلاند مراد نه آهي پر الله وارن جي حضور ۾نيازمندي ۽ حاضري مراد آهي ۽ توڪي فِسق ۽ فجور نه ڪرڻ گهرجي پر عقيدت جو تعلق سمجهي ڪري ڪرڻ گهرجي. دنيادار پنهنجي دامن ۾ سون ۽ چاندي پريندو آهي، سون ۽ چاندي به پٿر آهن ۽ ان دنيادار جو ڪم ٻارن وارو آهي. ان سون ۽ چاندي مان پلاند ٽُٽي ٿو ۽ غم ۾ اضافو ٿئي ٿو. دنيادار به ڪورو ۽ نابالغ آهي جنهن کي عقل نه آهي. جهڙي طرح ٻار حقيقي پٿر جهول ۾ ڪٺي پلاند ڦاڙيندا آهن ۽ پٿر کي پٿر نه سمجهندا آهن، اهڙي طرح دنيادار دنيا جي دولت ميڙي ٿو جيڪا بي حقيقت پٿر وانگر آهي. سونهين جي معنيٰ عقل مند آهي ۽ عقل مند اهو آهي جنهن ۾ عقل هجي. جيڪڏهن خالي وارَ اچا هجن ته ان کي بزرگ نٿو چئي سگهجي. بزرگي ۽ ڪماليت ۾ وارن جو ڪو دخل نه آهي.

**ماڻهن جو دقوقيءَ جي سفارش کان انڪار، بزرگن جا غائب ٿيڻ ۽ دقوقيءَ جي حيرانيت**

چوں رہید آں کشتی و آمد بکام

شد نمازِ آں جماعت ہم تمام

ترجمو: ”جڏهن ٻيڙي ڇوٽڪارو پاتو ۽ منزلُ تائين پهچي وئي ته ماڻهن جي نماز به پوري ٿي وئي.“

انهن ماڻهن پاڻ ۾ سس پس ڪئي ته اهڙو بيڪار ڪم اسان مان ڪنهن ڪيو جنهن جو اسان کي اختيار نه هو. ڪير آهي اهو شخص جنهن اهڙو ڪم ڪيو يعني دعا ڪئي جنهن جي ڪري ٻيڙي بچي ويئي. انهن بزرگن مان هر هڪ اهو ٿي چيو ته اسان نه زبان سان دعا ڪئي نه دل سان دعا ڪئي. ان ڪانپوءِ دقوقي رحمة الله عليه چيو ته مون نگاهه ڪئي ته اهي جا ڇئي رهيا آهن. مون ڇئني پاسي ڏٺو، انهن کي ڪٿي نه ڏٺم. اهي موتي هئا جيڪي درياهه ۾ گُم ٿي ويا، الله جي قريب خيمن ۾ پهچي ويا. اهي بزرگ دقوقي جي اکين کان اهڙي طرح لِڪي ويا جيئن مڇون پاڻي ۾ ٽٻي هڻي

درياهہ ۾ هليون ويندون آهن. دقوقي رحمة الله عليه انهن جي ديدار جي حسرت ۾ سالن جا سال روئندو رهيو. دقوقي رحمة الله عليه جي انهن بزرگن جي فراق ۾ روئڻ تي تون ئي اعتراض ڪندين تہ دقوقي رحمة الله عليه جڏهن تہ بزرگ هو پوءِ انهن انسانن جي ياد ۾ چو رُنو ٿي؟ معترض جي غلطي در غلطي هيءَ آهي تہ اهو ان کي فقط انسان سمجهي ٿو حالانڪ جڏهن اهو فاني في الله هو تہ اهو بشري خواص کان خالي ۽ روح محض هو. هر انسان کي بشر سمجهڻ ۽ ان جي باطني فضيلت ڏانهن نظر نہ ڪرڻ شيطاني نظريو آهي. شيطان حضرت آدم عليه السلام جي ظاهري صورت کي ڏٺو ان جي باطني وصفن تي نظر نہ ڪيائين. ظاهر بيني کي ڇڏي انسان جي باطن کي ڏسندا ڪريو. معترض جو اعتراض بنُڪل غلط آهي. اي دقوقي رحہ! تون ان جي پرواهہ نہ ڪر ۽ انهن بزرگن جي فراق ۾ خوب لڙڪ هار! اهو جستجو ۽ ڪشادگي جو سبب آهي. جيئن قمري (ڳيري) پنهنجي محبوب جي باري ۾ چوندي آهي تہ ڪٿي آهي، تيئن تون بہ ڳولا ڪر. الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ ادۡعُوۡنِیۡۤ اَسۡتَجِبۡ لَکُمۡ ؕ (المؤمن-٦٠) "مونکان گهرو آءٌ قبول ڪندس." جيڪو انهن نفسياتي بيمارين کان خالي هوندو آهي تہ اُن جي دعا خدا جي دربار ۾ پهچندي آهي ۽ قبول ٿي ويندي آهي.

**حضرت دائود عليه السلام جي زماني ۾ بنا مشقت جي حلال روزي طلب ڪرڻ واري شخص جي حڪايت**

يادم آمد آں حکایت کاں فقیر
روز و شب میکرد فغان و نفیر

ترجمو: "مون کي اهو قصو ياد آيو تہ اهو فقير ڏينهن رات فرياد ۽ زاري ڪندو هو."

گُهمڻ ڦِرڻ ۽ هٿ پير هڻڻ جي تڪليف کان سواءِ الله تعاليٰ کان حلال روزي گهرندو هو. آئون اهو قصو ضرور ٻڌائيندس. اُن ۾ گهڻيون حڪمت جون ڳالهيون لڪل آهن. جڏهن ڳئون اُن دعا ڪرڻ واري جي گهر ۾ گهڙي آئي ۽ هُن ڳئون کي پڪڙي ذبح ڪري وڌو. ڳئون جي مالڪ چيو تہ تو ظلم سان منهنجي ڳئون ماري آهي. همراهہ چيو تہ آئون الله تعاليٰ کان روزي پيو گهرندو هُوس ۽ قبلي ڏانهن مُنهن ڪري گهڻو رُنو آهيان. آئون سالن کان دعائون ڪندو رهيس، نيٺ الله تعاليٰ هڪڙي ڍڳي موڪلي. اها منهنجي روزي هئي جيڪا مون گُهري هئي. منهنجي پراڻي دعا قبول ٿي. مون اُن کي ذبح ڪري ڇڏيو.

**ٻنهين ڄڻن جو حضرت دائود رحمة الله عليه وٽ هلي وڃڻ**

او ز خشم آمد گریبانش گرفت
چند مشتے زد بروئے ش ناشگفت

ترجمو: اهو ڪاوڙ ۾ آيو، سندس گريبان پڪڙيائين ۽ بي تحاشا سندس مُنهن تي ٺُونشا هنيائين."

ڳئون جي مالڪ کي فقير جي بيان تي ڪاوڙ آئي. هُن فقير کي ڳلي کان وٺي ٺونشا هنيا. اهو بيوقوف فقير کي حضرت دائود عليه السلام وٽ ڇڪي آيو تہ تون پنهنجي جسم ۾ عقل ۽ هوش پيدا ڪر، ڇا دعا گهرڻ سان ڪنهن ٻئي جو مال حلال ٿي ويندو آهي؟ فقير چيو تہ مون الله کان گهڻي دعا گهري هئي، منهنجي دعا قبول ٿي آهي. ڳئون جي مالڪ چيو تہ هن ذليل جي بڪواس ۽ هٺ ڌرمي ڏسو. ڳئون واري، مسلمانن جي مجمع کي چيو تہ هن جي دعا سان منهنجو مال هِن جو ڪيئن ٿيو؟ جيڪڏهن دعا سان ڪو ٻين جي مال جو مالڪ ٿئي ٿو تہ دنيا دعا ڪري ٻين جي مال جي مالڪ بنجي وڃي. انڌا فقير دعا ڪري صاحبِ دولت بنجي وڃن. فقير دعا ۾ هيءُ بہ چون ٿا تہ اي خدا جيستائين تون نہ ڏيندين ڪو ڪجهہ نہ ڏيندو، تون ئي مسڪيني ۽ اِفلاس جي بند کي کولي ڇڏ. انڌن فقيرن جي ڪمائي جو ذريعو دعا آهي. جڏهن انهن کي ڪو مانيءَ جو ٽڪر ڏئي ٿو تہ دعا ڪن ٿا.

سيني ماڻهن قصو ٻڌي ڪري چيو تہ ڳئون وارو سچ چوي ٿو ۽ هيءُ فقير ظالم آهي، هڪ انسان ٻئي انسان جي شيءِ جو مالڪ محض الله تعاليٰ کان دعا گهرڻ سان نٿو ٿي سگهي. انسان مالڪ تڏهن بنجي ٿو جڏهن ڪو ٻيو اُن کي پنهنجي شيءِ وڪڻي يا اُن کي مُفت ۾ ڏي يا وصيت ڪري تہ منهنجي مرڻ کانپوءِ اهو مالڪ ٿيندو. اهو مسئلو ڪهڙي ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ الله تعاليٰ کان دعا گهرڻ سان ٻئي جي مال جو مالڪ بنجي وڃي، اهو غصب آهي جنهن جي سزا جيل خانو آهي. نيٺ اُن فقير ماڻهن جي ڳالهين کان عاجز ٿي آسمان ڏانهن مُنهن ڪئي الله تعاليٰ کي ٻاڏائڻ شروع ڪيو: ”منهنجي دعا جو هيءُ اثر ٿيو جو مون خواب ۾ ڏٺو تہ دعا ضرور قبول ٿيندي ۽ مون کي خواب تي اهڙو ئي پروسو ٿيو جهڙو حضرت يوسفؑ کي پنهنجي خواب تي ڀروسو هو. حضرت يوسفؑ خواب ۾ ڏٺو هو تہ اُن کي سج، چنڊ ۽ ستارا سجدو ڪري رهيا آهن ۽ اُن کي اُن جي تعبير سان يقين ٿي ويو هو تہ اهو لامحالہ بادشاهہ يا وزير بنبو. ڀائرن کيس کوهہ ۾ وڌو، زليخا جي ڪري قيد ڀوڳيائين پر اُن کي پنهنجي خواب تي اعتماد هو تہ هڪ ڏينهن يقينن وڏائي حاصل ٿيندي. انهيءَ ڪري اهي سڀ تڪليفون اُن جي نگاهہ ۾ هيچ هيون. قرآن شريف ۾ آهي تہ وَاَوْحَيْنَآ اِلَيْهِ لَتُنَبِّئَنَّهُمْ بِاَمْرِهِمْ هٰذَا وَهُمْ لَا يَشْعُرُوْنَ ﴿١٥﴾ (اليوسف-١٥) يعني ”اسان يوسفؑ کي وحي موڪليو تہ تون ڀائرن جي ڪرتوتن کان انهن کي خبردار ڪندين ۽ هي نہ سمجهي رهيا آهن.“ اهو وحي براهِ راست آيو هو، اُن جا آثار حضرت يوسفؑ سمجهي ويو هو تہ اهو خداوندي وحي آهي. ان آواز سان اُن کي طاقت ۽ سهارو حاصل ٿي ويو. حضرت يوسفؑ جي لاءِ قيدخانو اهڙو ئي خوشگوار ٿي ويو هو جيئن حضرت ابراهيمؑ جي لاءِ نمرود جي باهہ باغ ٿي وئي هئي. حضرت يوسفؑ جي لاءِ اها وحي خداوندي اهڙي ئي ثابت ٿي جهڙي طرح هر مومن جي دل ۾ عهدِ الست جو آواز گونجي ٿو، جنهن جي ڪري اُنجي لاءِ سيئي دنياوي مصيبتون آسان ٿي وڃن ٿيون ۽ احڪام خداوندي بجا آڻڻ ۾ ان کي اِنقباض طاري نٿو ٿئي. الله تعاليٰ جو سخت کان سخت فرمان خوشگوار بنجي وڃي ٿو. جنهن ۾ عهدِالست جو ذوق نہ هوندو، اهو احڪامِ خداوندي جي پابندي نہ ڪري سگهندو. اهو عهدِ الست جي ذوق جي مستيءَ ۾ حُڪم اهڙي طرح برداشت ڪندو جهڙي طرح مست اُٺ ٿڪاوٽ کان سواءِ بار کڻندو آهي. مست اُٺ جي وات ۾ ڳجي ايندي رهندي آهي، اهڙي طرح عهدِ الست جي مست جي وات ۾ ان جا تصديقي ڪلما مستيءَ جي ڳجي آهن. مستيءَ جي حالت ۾ نر اُٺ ڏاچيءَ جي تمنا ۾ ڪاڏو بہ گهتائي ڇڏيندو آهي ۽ اُن ۾ تمام گهڻي طاقت اچي ويندي آهي. جنهن شخص عهدِ الست جي معاملي ۾ ڪو خواب نہ ڏٺو هجي اُن ۾ بندگي ۽ ارادت مندي جو مادو ڪونہ هوندو آهي. اهڙي شخص ۾ ڪجهہ ارادت مندي بہ جيڪڏهن هوندي آهي تہ اها بہ تَذَبْذُبْ سان هوندي آهي. اُن جي زبان تي ڪڏهن شُڪر اچي ٿو ۽ اُن کان وڌيڪ اهو شڪايت بہ ڪندو رهندو آهي.

عهدِ الست جي وڌيڪ تشريح منهنجي ذمي قرض آهي اهو قرض ادا ڪندس، في الحال مون کان ڪا شيءِ وٺ ۽ گروي رک تان تہ قرض جي ادائيگي جو اطمينان ٿي وڃي. جيڪڏهن گهڻي تڪڙ آهي تہ اَلَمْ نَشْرَحْ پڙهي وٺ. اَلَمْ نَشْرَحْ سوره ۾ حضورﷺ جي شرح صدر جو بيان آهي. شرح صدر کانپوءِ هر راز خود حل ٿي ويندو آهي. الله تنهنجو بہ شرح صدر ڪري ڇڏيندو ۽ اهو مضمون تنهنجي سمجهہ ۾ پاڻهي اچي ويندو يا اهو مطلب آهي تہ حضورﷺ جي شرح صدر جو اهو ئي مطلب هو تہ پاڻ سڳورنﷺ ۾ عهدِ الست جو پورو ذوق هو، ان جي ذريعي الله تعاليٰ پاڻ سڳورنﷺ جو بار گهٽ ڪيو هو ۽ سيئي شرعي احڪام پاڻ سڳورنﷺ تي آسان ٿي ويا هئا. اُن فقير چيو تہ مون الله تعاليٰ کان دعا گُهري هئي. شيطان حضرت آدمؑ جي ظاهر کي ڏٺو ۽ ان بنياد تي پاڻ کي افضل سمجهيائين، حضرت آدمؑ جي باطني اوصافن کي اُن ڪونہ ڏٺو. اهڙي طرح اُن شخص منهنجي ظاهر ۽ فقر کي ڏسي ڪري مون کي انڌن فقيرن مان سمجهيائين، حالانڪ منهنجو فقر الي الله هو. انڌا فقير تہ انسانن کان بيک وٺندا آهن، مون تہ الله تعاليٰ کان بيک گهري هئي. ان ظالم منهنجي وصفن کي ڪونہ ڏٺو. جيئن تہ آئون عشقِ الاهي

۾ مصروف آهيان ۽ مون کي الله جي عشق اندو ۽ ٻوڙو بنائي ڇڏيو آهي انهيءَ کري منهنجو نابين هجڻ دنيا جي اعتبار سان آهي نہ کي خدا جي معاملي ۾ آهي. جهڙي طرح حضرت يوسفؑ کي خواب تي ڀروسو هو ۽ اُن جو سهارو بنجي ويو. اهڙي طرح مون کي بہ خواب جي بنياد تي اعتماد هو تہ ضرور دعا قبول ٿيندي. منهنجو گِريو ۽ زاري راند روند نہ هئي، يقينن اُن کي قبول ٿيڻو هو. ماڻهو ان راز کان واقف نہ آهن ۽ منهنجي ڳالهين کي بکواس سمجهي رهيا آهن. جڏهن ماڻهن کي حقيقت حال معلوم نہ آهي تہ انهن جو چوڻ برحق آهي. ڳئون جي مالک چيو تہ سچي ڳالهہ کر آسمان ڏانهن مُنهن کري. مکّاري ڇو ٿو کرين ۽ الله تعاليٰ سان عشقِ ۽ قُرب جا ٻٽاک ڇو ٿو هڻين. تنهنجو مُنهن اِن جي قابل نہ آهي جو الله تعاليٰ جي سامهون کرين! شهر ۾ وڏو گوڙ ٿي ويو. ڳئون ذبح کرڻ وارو فقير سجدي ۾ ڪِريل هو ۽ خدا کان سجدي ۾ دعائون گهري رهيو هو. اي الله! هن غلام کي رُسوا نہ کر، جيکڏهن آئون بُرو بہ آهيان تہ هن وقت تون مون کي خوار نہ کر! منهنجي دعائن جو جيکڏهن ماڻهن کي قدر نہ آهي پر تنهنجي اڳيان اها ڳالهہ واضح آهي. اي الله! جڏهن تو خود ان ڏڳيءَ کي منهنجي گهر ۾ موکليو تہ منهنجو ذبح کرڻ غلطي کونہ هئي.

**حضرت دائود ؑ جو ٻاهر نکري کري اچڻ ۽ ٻنهي ڌرين جي ڳالهہ ٻڌڻ ۽ سوال جواب کرڻ**

چونکہ داوُد نبیؑ آمد بروں
گفت ہیں چونست ایں احوالِ چوں

ترجمو: "جڏهن دائود نبي ٻاهر آيو، فرمايائين تہ هي کهڙا احوال آهن!؟"

حضرت دائود فرمايو: سچو احوال ٻُڌايو؟ مُدعي چيو تہ اي الله جا نبي، منهنجي ڏڳي هن جي گهر ۾ گهڙي ويئي ۽ هن ذبح کري ڇڏي. وڏيک کيس فرمايو تہ بيان کري. حضرت دائودؑ مُدّعا عليہ کي فرمايو تہ تو هن جي ملکيت ڇو برباد کئي؟ خبردار! بيهودي ڳالهہ نہ کج، بيان کر تان تہ آئون معاملي کي سمجهي کري فيصلو کريان. مدعا عليہ چيو تہ اي دائود! آئون ستن سالن کان دعا گهرندو رهيس تہ اي الله! مون کي بنا تکليف جي حلال روزي عطا کر. اهو منهنجو قصو عورتن، مردن، ٻارن ٻچن ۽ پوڙهن سيني کي معلوم آهي. منهنجي دعاءَ کان سواءِ توهان جنهن کان چاهيو پُڇي سگهو ٿا. ان دعا ۽ فرياد کانپوءِ اوچتو مون پنهنجي گهر ۾ ڳئون ڏٺي. پوءِ مون ڳئون هن لاءِ ذبح کئي تہ دُعا جي قبوليت جي شُکراني ۾ اُن کي غريبن ۾ ورهايان.

**ڳئون ذبح کرڻ واري جي خلاف حضرت دائود ؑ جو فيصلو**

گفت داوُدؑ ایں سخنہا را بشو
حجتِ شرعی دریں دعویٰ بگو

ترجمو: "(حضرت) دائودؑ فرمايو: انهن ڳالهين کي دل مان ڌوئي ڇڏ، ان دعويٰ تي کو شرعي دليل بيان کر."

ڇا تون ان کي مناسب سمجهين ٿو تہ بغير کنهن شرعي دليل جي تنهنجي حق ۾ فيصلو کري هکڙو غلط طريقو رائج کريان. اها ڳئون توکي کنهن بخش کئي هئي، تو خريد کئي هئي، يا تو کمائي هئي جو پيداوار جو مالک ٿئين؟ کمائي ۽ پوک جيکو پوکيندو آهي، اها اُن جي ملکيت آهي. ٻئي جي ملکيت ۾ تصرّف کرڻ ظُلم آهي. غلط ڳالهيون نہ کر! جيکڏهن تو وٽ کُجهہ آهي تہ ڳئون جي قيمت ادا کر، ورنہ قرض کڻي کري هن کي پئسا ڏي. ڳئون ذبح کرڻ واري چيو تہ توهان بہ اهي ئي ڳالهيون کرڻ لڳا جيکي سڀ کري رهيا آهن. ايئن چئي وري الله جي اڳيان گريہ ۽ زاري شروع کيائين.

**اُن شخص جو حضرت دائود عليه السلام جي فيصلي تي خدا آڏو فرياد ڪرڻ**

پس ز دل آہے بر آورد و بگفت

کاے خدائے ہر کجا طاقے و جُفت

ترجمو: ”پوءِ اُن دل مان آهه ڪڍي ۽ چيائين: اي هر اُن جاءِ جا خدا جتي ڪا اِڪي ۽ ٻڌي آهي.“

هُن سجدو ڪيو ۽ چيائين: اي سوزش ڪي جاڻڻ وارا! اها روشني دائود عليه السلام جي دل ۾ وِجهه. اي خدا، دائود جي دِل ۾ اهائي ڳالهه پيدا ڪر جيڪا تو منهنجي دل ۾ پيدا ڪئي هئي، جنهن سان آئون اُن ڳئون کي ذبح ڪرڻ تي آماده ٿيو هوس. ڳئون ذبح ڪرڻ واري ان گفتگو ڪانپوءِ آهه و زاري شروع ڪئي ۽ اهڙو رُنو جو حضرت دائود عليه السلام جي دل بي چين ٿي ويئي. حضرت دائود مُدّعي کي چيو تہ اڄ وڃ. سڀاڻي فيصلو ٿيندو. آئون اڪيلائي ۾ نماز پڙهندس ۽ الله کان دعا گهرندس تان تہ راز کُلي وڃي. مون کي نماز ۾ الله تعاليٰ جي طرفان اهوئي توجہ هوندو آهي جنهن جي باري ۾ حضور صلی الله عليه وسلم فرمايو آهي تہ منهنجي اکين جي ٺڌاڻ نماز ۾ آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ جُعِلَتْ قُرَّةُ عَيْنِيْ فِي الصَّلٰوةِ ”منهنجي اک جي ٺڌاڻ نماز ۾ رکي ويئي آهي.“ روح جي دري کُليل آهي جنهن جي ذريعي ۽ واسطي کان سواءِ مون وٽ خدائي احڪام اچن ٿا. جنهن روح جي دري الله تعاليٰ ڏانهن کليل نہ آهي اهو روح دوزخي آهي. دين جو بنياد تعلق مع الله تي آهي. ڪائين وڃڻ لاءِ کُهاڙو هلائڻ ڪا معنيٰ نٿو رکي. اصل ڪم مُجاهدات جي کهاڙي سان روح ۾ دري کولڻ آهي. تون جيڪو روح جي دري کولڻ جي لاءِ مُجاهدا نٿو ڪرين تہ ان جو سبب هي آهي تہ تون نٿو سمجهين تہ اصل نور ذاتِ باري جو نور آهي. سِج جو نور تہ اُن جو هڪڙو عڪس آهي. جيڪڏهن تنهنجي نگاهہ ۾ فقط اهو ئي ظاهري نور آهي تہ پوءِ تو ۾ ۽ حيوانن ۾ ڪهڙو فرق آهي. ان ظاهري نور کي تہ هر حيوان ڏسي وٺي ٿو، تنهنجي ڪهڙي خصوصيت آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِيْٓ اٰدَمَ(بني اسرائيل-۷۰) ”اسان انسان کي عزت بخشي.“ پوءِ جيڪڏهن انسان ۽ جانور ۾ ڪو فرق نہ آهي تہ اها آيت اُن تي ڪيئن سچي اچي سگهي ٿي. آئون ذاتِ باري ۾ فنا آهيان. هاڻي آئون پاڻ ۾ ۽ ذاتِ باري ۾ ڪو امتياز ۽ ٻيائي نٿو لهان. ان اتحاد جي باوجود نفلن ۽ خلوت ۾ وڃڻ ٻين جي تعليم جي لاءِ آهي. عام ماڻهن جي هدايت لاءِ آئون ڪڏهن غير ضروري ڳالهيون ڪرڻ لڳندو آهيان ۽ اها اهڙي ئي ڳالهہ آهي جيئن جنگ جي موقعي تي غير واقعي ڳالهہ ظاهر ڪئي ويندي آهي. جنگ ۾ اهڙي غير واقعي چال سان ڪاميابي ٿي ويندي آهي. وحدت جو راز فاش ڪرڻ جي اجازت نہ آهي. ورنہ حضرت دائود عليه السلام سڀ راز فاش ڪري ها ۽ اهڙا اسرار بيان ڪري ها جو اسرارن جو درياءُ خُشڪ ٿي وڃي ها. فوراً غيب حضرت دائود جي گريبان کي ڇڪي انهن اسرارن بيان ڪرڻ کان روڪيو.

**حضرت دائود عليه السلام جو اڪيلائي اختيار ڪرڻ تان تہ جيڪا ڳالهہ صحيح آهي واضح ٿي وڃي**

باخود آمد گفت را کوتاہ کرد

لب بہ بست و عزمِ خلوتگاہ کرد

ترجمو: ”حضرت دائود پاڻ سنڀاليو، ڳالهہ کي مختصر ڪيو، خاموش ٿي ويو ۽ خلوت گاهہ جو ارادو ڪيائين.“

حضرت دائود عليه السلام جي مستي ۽ جوش زائل ٿيو. دروازو بند ڪري محراب ڏانهن روانو ٿيو. الله تعاليٰ اُن تي اها ڳالهہ واضح ڪري ڇڏي ۽ ڳئون ذبح ڪرڻ جي سزا کان واقف ڪيائين. ٻئي ڏينهن صُبح جو ٻئي ڄڻا آيا. ڳئون واري فورن اُن فقير تي لعن طعن شروع ڪئي ۽ چوڻ لڳو تہ فورن منهنجي ڳئون ڏي ۽ خدا کان شرم ڪر، حضرت دائود عليه السلام نبي جي دور ۾ اهڙو ظلم ٿي رهيو آهي ۽ پوءِ وري خدا رسيده جون ڳالهيون ٿي رهيون آهن ۽ تون چوين ٿو

ته تو اها دعا گهُري ۽ الله تعاليٰ تو کي، ڍڳئون عِنايت ڪئي. اي الله جا رسول! ڇا اهو جائز ٿي سگهي ٿو ته ڍڳئون منهنجي ملڪيت هئي، اها خدا اُن کي ڪيئن ڏني؟

**حضرت دائود عليه السلام جو ڍڳئون جي مالڪ جي خلاف فيصلو ڏيڻ**

*گفت داوُدش خمش کن رو بهل*

*این مسلماں راز گاوَت کن بحل*

ترجمو: ”حضرت دائود عليه السلام اُن کي فرمايو: چپ ڪر، وڃ، هن مسلمان کي پنهنجي ڍڳئون معاف ڪري ڇڏ.“

جڏهن الله تعاليٰ تنهنجي پرده پوشي ڪئي آهي ته هاڻي معاملي کي نه ڪوٽ، ورنه رُسوائي ٿيندي. ڍڳئون واري چيو ته اهو ڪهڙو انصاف آهي؟ منهنجي معاملي ۾ توهان نئين شريعت ٺاهي رهيا آهيو؟ توهان جو انصاف ته زمين ۽ آسمان ۾ مشهور آهي! اهڙو انڌي ڪتي تي به ظُلم ڪونه ٿيو آهي. پوءِ ڍڳئون وارو ماڻهن کي ظُلم ڏيکارڻ جي دعوت ڏيڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته اي الله جا نبي، مون تي اهڙو ظُلم نه ڪريو.

**حضرت دائود جو ڍڳئون واري کي حُڪم ڏيڻ ته پنهنجو سڀ مال هِن کي بخشي ڇڏ!**

*بعد ازاں داوُد گفتش کاے عنُود*

*جمله مالِ خویش او را بخش زُود*

ترجمو: ”ان کانپوءِ (حضرت) دائود کيس چيو ته اي سرڪش! پنهنجو سڀ مال هن کي جلد بخشي ڏي.“

ورنه تنهنجو معاملو مُشڪل ٿي ويندو. الله تعاليٰ پرده پوشي ڪئي پر تنهنجي نصيب ۾ نه هئي. هاڻي تون آهستي آهستي خود پنهنجو ظلم ظاهر ڪرڻ تي سندرو ٻڌي بيٺو آهين. جيڪڏهن اهو حضرت دائود عليه السلام جو پهريون فيصلو مڃي وٺي ها ته پورو معاملو نه کُلي ها. فيصلي جي انڪار سان معاملو کُلندو ويو. اڳ ۾ تون آرام ۾ هئين ۽ مال و دولت جا مزا اُڏائي رهيو هئين پر تو اُن جو قدر نه ڪيو ۽ ان کي رستي جي مِٽي سمجهيو.

جڏهن هو حضرت دائود عليه السلام جي فيصلي تي راضي نه ٿيو ۽ واويلا ڪرڻ لڳو ته حضرت دائود عليه السلام کي ناگوار گذريو، فرمايائين ته هاڻي فيصلو هي آهي ته فقط ڍڳئون جي معافي ۽ مال بخشڻ ڪافي نه آهي پر تنهنجو اولاد ۽ زال سڀ هن جا غلام آهن. اهو شخص ۽ جيڪي ماڻهو گڏ ٿي ويا هئا اهي به انهن فيصلن کي ظُلم سمجهندي حضرت دائود عليه السلام کي ملامت ڪرڻ لڳا، ڇاڪاڻ ته اهي اُن جي لڪل ڪم کان ناواقف هئا. جيئن ته انسان جو نفس خود ظالم آهي انهيءَ ڪري اهو فطري طور تي ظالم جي حمايت ڪري ٿو. ها جيڪڏهن انسان پنهنجي نفس جو سر قلم ڪري ته اهو ظالم ۽ مظلوم ۾ امتياز ڪري سگهي ٿو. نفس هڪ ڪُتو آهي ۽ ڪتي جي اها عادت آهي ته غريب ۽ ڪمزور تي حملو ڪندو آهي. حيا ۽ شرم شينهن ۾ هوندو آهي، جيڪو ڪڏهن پنهنجي پاڙيسريءَ جو شڪار ڦُري ڪونه کائيندو آهي. عوام جيڪي ظالم جي حمايت جا عادي آهن ڪُتن وانگر اُنهن جي فيصلي جي خلاف ٿي ڪري انهن ڏانهن ڊوڙندا آهن، توهان جي لاءِ مناسب نه آهن ڇاڪاڻ ته اهو کُليل ظلم آهي جو توهان بنا سبب جي هڪ بي قصور تي ڪيو آهي.

**حضرت دائود عليه السلام جو ماڻهن کي جهنگ ڏانهن سڏڻ جو ارادو ڪرڻ**

*گفت اے یاراں زمانِ آں رسید*

*کاں سِر مکتومِ او گردد پدید*

ترجمو: ”فرمايائين ته اي دوستو! اهو وقت اچي ويو آهي ته لڪل راز ظاهر ٿي وڃي.“

سيئي اُتي، ٻاهر جهنگ ڏانهن هلون. فلاڻي جهنگ ۾ هڪ ٿلهو وڻ آهي، اُن وڻ جا مٿيان ٽار تنبوءَ وانگر آهن ۽ پاڙ ڏاڍي مضبوط آهي ۽ اُن جي پاڙ مان مون کي رت جي بوءِ اچي رهي آهي. هيءُ ديوث مال لڳائي ويو آهي. اصل ۾ اهو اُن جو غلام آهي. هي فقير آقا جو پوٽو آهي. اُن وقت ٻار هو، کيس خبر ڪونه هئي. هن وقت تائين الله تعاليٰ ان جي حلم کي لِڪايو. هن "ڳئون مالڪ" ڪڏهن به پنهنجي آقا جي ٻارن ٻچن جي خبر چار نه ورتي، هڪڙي ڳئون جي ڪري پنهنجي مالڪ جي پوٽي کي تنگ ڪري رهيو آهي. الله تعاليٰ پرده پوشي فرمائيندو آهي پر ڪافر ۽ فاسق خود پنهنجي پرده دري ڪندا آهن.

## ظالم تي دنيا، هٿن پيرن ۽ زبان جي شاهدي

ظالم جا هٿ پير آخرت ۾ اُن جي خلاف شاهدي ڏيندا ۽ دنيا ۾ به شاهدي ڏيندا. پوءِ هن جاءِ تي تنهنجا هٿ ۽ پير نقصان ڪانسواءِ تنهنجي باطن تي شاهدي ڏيندا آهن. باطن توتي مَوَڪّل وانگر هوندو آهي. تون صاف چئو، پنهنجو عقيدو نه لڪاءِ! مشهور چوڻي آهي ته خون نه لڪندو آهي ۽ انتقام جي جوش ۾ قاتل خود اقرار ڪندو آهي. جيڪا ذات خود دنيا ۾ توهان جي عُضون کي توهان تي مُسلط ڪري اقرار ڪرائيندي آهي، اها حشر ۾ ٻيا موڪل پيدا فرمائيندي جيڪي توهان ڪان خود توهان جي ڏوهن ۽ جُرمن جو اقرار ڪرائيندا. ان جي ڪا خاص ضرورت ناهي ته تنهنجو ظلم مشهور هجي. جڏهن به ظلم ظاهر ٿئي ٿو، تنهنجي افتادِ طبع ڪان تنهنجو ظلم واضح ٿي ويندو آهي. تنهنجو نفس خود پنهنجي ظالمانه طبيعت ۽ مزاج کي ظاهر ڪري رهيو آهي ۽ چئي رهيو آهي ته آءٌ باهه جو جز آهيان. پنهنجي ڪُل (جهنم) ڏانهن وڃي رهيو آهيان. آئون نور نه آهيان جو الله جي دربار ڏانهن وڃان. هن ڳئون واري هڪ ڳئون جو بدلو ڏيڻ ڪان انڪار ڪيو حالانڪ هُن ڳئون ذبح ڪرڻ واري جو سڀ مال تباهه ڪيو هو، جيڪو هن کي ورثي ۾ مليو ها. ان جيڪي ظلم ڪيا هئا جيڪڏهن اهي مڃي توبهه تائب ٿئي ها ته الله تعاليٰ اُن جي آقا ڪان معاف ڪرائي ها. الله تعاليٰ حق واري کي راضي ڪري حقوق العباد معاف ڪرائي سگهي ٿو. جيڪڏهن قتل خطا ٿئي ٿو ته اُن جو بدلو ۽ ديتِ عاقله يعني رشتيدارن ڪان ڏياري ويندي آهي. عهد الست ۾ الله تعاليٰ فرمايو هو ته اَلَسۡتُ بِرَبِّكُمۡ (البقره١٧٢) "ڇا آئون توهان جو رب نه آهيان؟" ٻانهن چيو هو ته بَلٰى "چونه! توهان اسان جا رب آهيو." استغفار ماهيت تبديل ڪري ڇڏيندو آهي ۽ بُرايون نيڪين ۾ تبديل ٿي وينديون آهن.

## ماڻهن جو اُن وڻ ڏانهن ٻاهر وڃڻ

*چوں بُروں رفتند سوئے آں درخت*
*گفت دستش را سپس بندید سخت*

ترجمو: "جڏهن ماڻهو اُن وڻ ڏانهن ٻاهر نڪري ويا، فرمايائين ته هن جا هٿ مضبوطيءَ سان پُٺيان ٻڌو."

حضرت دائود عليه السلام فرمايو ته سندس ٻانهون ڇڪي ٻڌو تان ته آئون هن جا گناهه ۽ ڏوهه ظاهر ڪريان. تو ڳئون ذبح ڪرڻ واري جي ڏاڏي کي قتل ڪيو آهي. تون غلام آهين، ان طريقي سان آقا بنجي ويٺو آهين. تنهنجي زال حقيقت ۾ مقتول جي ٻانهي هئي. ٻانهيءَ جو اولاد اُن شخص جي ملڪيت آهي جنهن جي اها ٻانهي آهي، جڏهن ته تون خود اُن ڳئون ذبح ڪرڻ واري جو غلام آهين ته تنهنجي سڀ ڪمائي به اُن جي ملڪيت آهي ۽ تنهنجو آقا توکان پناهه گهري رهيو هو ته تون هن کي قتل نه ڪرين پر تو جلدي سان ڇُري زمين ۾ کوڙي ان مقتول جو ڪنڌ ۽ ڇُري هن زمين ۾ دفن آهي، پوءِ اهڙي طرح هن زمين کي کوٽيو. قاتل جو نالو ان ڇُريءَ تي اُڪريل آهي. جڏهن زمين کوٽيائون ته ڇُريءَ سان سِسي به ملي، اُن وقت ماڻهن ۾ شور مچي ويو ۽ سيئي ڪافر مومن بنجي ويا، حضرت دائود عليه السلام جا جيتري قدر معترض هئا جيئن ته اهي بدظني ڪري تباهه ٿيا هئا، اهي سيئي توبهه تائب ٿيا.

**دليل قائم ڪرڻ ڪانپوءِ حضرت دائود عليه السلام جو قاتل تي قصاص جو حڪم فرمائڻ**

قاتل کي مقتول جي عيوض قتل ڪرائڻ کي قصاص چئبو آهي

*بعد ازاں گفتش، بیا اے دادخواہ*

*دادِ خود بستاں تو از ایں روسیاہ*

ترجمو: ”ان ڪانپوءِ اُنهن (ڳئون ذبح ڪرڻ واري کي) چيو ته اي فريادي اچ، هن ڪار مُهين کان پنهنجو بدلو وٺ.“

ڳئون ذبح ڪرڻ واري کي چيائون ته هِن کان بدلو وٺ، اها ئي ڇُري هٽينس جنهن سان هُن تنهنجي ڏاڏي کي قتل ڪيو هو. اُن قاتل جو مڪر الله تعاليٰ جي علم کان لڪل نه هو. مشهور آهي ته خون ڪونه لِڪندو آهي. الله تعاليٰ جي انصاف جي تقاضا هر انسان جي دل ۾ مقتول جي باري ۾ جستجو پيدا ڪندي آهي. اهو ئي مقتول جو خون ماڻهن جي دل ۾ جوش ڪندو آهي ۽ دل ۾ جستجو جي تقاضا ڪندو آهي. حضرت دائود عليه السلام جي ان معجزي کي ڏسي ڪري سيئي ماڻهو مٿن اُگهاڙي اُن جي اڳيان سربسجود ٿي ويا ۽ چوڻ لڳا ته جيئن ته اسين باطن جا انڌا هئاسون انهيءَ ڪري اسان پهريان توهان جي فرمان کي نه سمجهيو . اسان اڳ ۾ توهان جا گهڻا معجزا ڏٺا آهن.

جڏهن طالوت جالوت جي مقابلي لاءِ نڪتو هو تڏهن حضرت دائود عليه السلام کي پاڻ سان گڏ وٺي ويو هو. رستي ۾ پٿرن حضرت دائود کي چيو هو ته اسان کي کڻي هل، جالوت جي موت جو سبب بنباسون. پوءِ حضرت دائود عليه السلام ٽي پٿر کنيا ۽ ڪانياٽي ۾ هٿ ڪيائين جنهن جي ذريعي دُشمن تي سنگباري ڪئي ويندي آهي. اهي ٽي پٿر هئا پر اُڇلائڻ تي اُنهن جا هزارين ٽُڪرا بنجي ڪري جالوت جي فوج کي لڳا. حضرت دائود عليه السلام زِرهون ناهيندو هو ۽ لوهه اُن جي هٿ ۾ ميڻ بنجي ويندو هو. جڏهن حضرت دائود عليه السلام زبور پڙهندو هو ته جبل اُن سان هم آواز ٿي ڪري زبور جي تلاوت ڪرڻ لڳندا هئا. حضرت دائود عليه السلام جي هٿ تي لکين ڪافر مومن بنيا. حضرت دائود عليه السلام جو سڀ کان وڏو قوي معجزو هي آهي ته هن انسانن کي ابدي حيات بخشي. قرآن شريف فرمايو ته ”قاتل کي قتل ڪرڻ ۾ توهان جي زندگي آهي.“

**ڳئون جي دعويدار، ذبح ڪندڙ ۽ حضرت دائود □ جو مثال**

هن قصي مان بزرگ رومي رحمة الله عليه نصيحت جي لاءِ ڪجھ نتيجا اخذ ڪري بيان فرمائي ٿو ۽ چوي ٿو ته ڳئون ذبح ڪرڻ واري جو مثال عقل آهي۽ ڳئون جو بدلو وٺڻ واري جو مثال نفس آهي. حضرت دائود عليه السلام جو مثال الله تعاليٰ آهي يا اهو شيخ ڪامل جيڪو الله تعاليٰ جو خليفو هوندو آهي.

*نفس خود را کش جہاں را زندہ کن*

*خواجہ را کشت ست اورا بندہ کُن*

ترجمو: ”پنهنجي نفس کي مار، جهان کي زنده ڪر، اُن آقا کي قتل ڪيو آهي اُن کي غلام بناءِ.“

جهڙي طرح ڳئون جي مُدّعي جي قتل سان جهان زنده ٿيو، تون پنهنجي نفس کي قتل ڪر ته جهان زنده ٿي ويندو. ان نفس تنهنجي عقل کي فنا ڪري ڇڏيو آهي ۽ پاڻ آقا بنجي ويٺو آهي، ان کي عقل جو غلام بناءِ. نفس عقل کي فنا ڪيو ۽ خود آقا بنجي ويو حالانڪ اهو عقل جو غلام هو. شروع ۾ سيئي ماڻهو ڳئون ذبح ڪرڻ واري جا مخالف ٿي ويا هئا. عقل اهو نوجوان آهي جنهن ڳئون ذبح ڪئي هئي ۽ الله تعاليٰ کان بنا محنت جي روزي جو طالب بنيو هو. روح کي غذا اُن وقت حاصل ٿيندي جڏهن تن ڪشي ڪندؤ جيڪا بمنزل ڳئون جي آهي. بدن نفس جي لاءِ ائين ئي آهي جيئن ڳئون جي مُدّعي لاءِ ڳئون هُئي. جهڙي طرح اهو نوجوان ڳئون جي مُدّعي جي آقا جو پوٽو هو،

اهڙي طرح نفس جي اعتبار سان عقل کي سمجهو. نفس عقل جو قاتل آهي. تون چاٽين ٿو ته تڪليف ڪانسواءِ ڪهڙي روزي آهي؟ ڳئونءَ جي قُرباني جو مطلب هيءُ آهي ته بدن کي مُجاهدن جي ذريعي قربان ڪرڻو آهي. عشق جي شراب سان مدهوشي طاري ٿيڻ لڳي آهي، ورنه آئون روح جي غذا حاصل ڪرڻ جي پوري ڳالهه ٻڌايان ها ۽ سُرور جو سبب مون پنهنجو فعل ٻڌايو. اها خالي چوڻ جي ڳالهه آهي، ورنه هر شيءِ غيب جي خزاني مان اچي ٿي ۽ ان جو سبب ذاتِ خداوندي آهي. جيتوڻيڪ هر شيءِ جو حقيقي سبب ذاتِ خُداوندي آهي پر ظاهري اسباب اختيار ڪرڻ مون انبيائن کان سکيا آهن، انهيءَ ڪري مون به ظاهري سبب ڏانهن ڌيان ڪيو هو. الله جي ذات مُسبّب الاسباب آهي، انبيائن معجزا ڏيکاري ثابت ڪيو آهي ته ظاهري اسباب کان سواءِ ٻيا به اسباب آهن. بغير ڪنهن ظاهري سبب جي حضرت موسيٰ عليه السلام جي لاءِ نيل درياءَ ڦاٽي پيو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي لاءِ مَن و سلويٰ نازل ٿيندو هو. حضرت ابراهيم عليه السلام جي لاءِ واري اٽو بنجي ويئي. حضرت موسيٰ عليه السلام جي ماءُ لاءِ اُن ريشم بنجي ويئي هئي. قرآن شريف ٻڌائي ٿو ته گهڻيون مُهمون ظاهري اسباب کان سواءِ سرٿيون آهن. حضور صلي الله عليه وسلم کي ظاهري اسباب کان سواءِ عزت حاصل ٿي ۽ ابولهب مالدار هجڻ جي باوجود تباهه ٿيو. ابرهه جي هاٿين جو لشڪر ابابيلن جي پٿرين سان تباهه ٿيو. هاٿيءَ تي پٿري ڪري ٿي ۽ اُن جي بدن کي ٻُرڻ ڪري ڇڏيائين ٿي. حضرت موسيٰ عليه السلام هڪڙي ڳئون ذبح ڪري ان جو گوشت يا رت مقتول تي هنيو ته اُن زنده ٿي ڪري قاتل جو پتو ٻڌايو. قرآن هن جي تعليم ڏئي ٿو ته اسباب ۾ تاثير مُسبب الاسباب جي ڪري آهي. مُسبب الاسباب جو موثر هجڻ دنياوي عقل سان سمجهه ۾ نه ايندو، اُن جي لاءِ مُجاهدن جي ضرورت آهي. فلسفي محض دنياوي عقل ۾ قيد آهن پر عارف ڪامل عقلِ ڪُل جو شهه سوار هوندو آهي. حيوانات عام طور تي ڪلون ڪائيندا آهن. انهيءَ ڪري جنهن تي حيوانيت جو غلبو آهي اهو دنياوي عقل ڏانهن مائل هوندو آهي جيڪو بمنزل ڪل جي آهي. دنياوي عقل سوين دليلَ پيش ڪندو آهي جنهن سان يقين جو درجو حاصل ٿي ويندو آهي. عقلِ ڪل بدرجه اوليٰ يقيني دليلن تي عمل پيرا آهي. نور حق انسانن جي دلين تي اُپرندو آهي. عقل جو مثال هماٽي جهڙو آهي ۽ نورِ حق جو مثال سون جهڙو آهي. جيڪڏهن روح تي خداوندي پرتوو نه آهي، اهو روح مُرده آهي، انهيءَ ڪري قرآن ڪافرن کي مُرده قرار ڏنو آهي.

بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته في الحال جيڪڏهن منهنجيون ڳالهيون سمجهڻ وارا نه آهن ته ايندڙ نسلن ۾ ماڻهو سمجهندا. اهي اچڻ وارا سمجهدار خود به اسرار بيان ڪري سگهندا ۽ مثنوي جي ڳالهين سان انهن کي تقويت حاصل ٿيندي. اڳين ڪتابن قرآن مجيد جي تصديق ڪئي. اهڙي طرح پويان اچڻ وارن جي اقوالن جي منهنجي مثنوي تصديق ڪندي. جهڙي طرح اُن نوجوان خدا کان محنت کان سواءِ روزي طلب ڪئي هئي، ايئن توهان به طلب ڪريو، ڪو وقت اهڙو ايندو جو توهان کي بنا واسطي جي فيضِ خداوندي حاصل ٿيڻ لڳندو. مانيءَ ۾ جيڪو نفعو لِڪل آهي اهو محض الله جي عطا آهي اهو نفعو الله تعاليٰ مانيءَ جي واسطي کان سواءِ به عطا فرمائيندو آهي. لذت ۽ نفعو مانيءَ ۾ لِڪل شيءِ آهي ۽ مانيءَ جي شڪل اُن جي لاءِ ائين آهي جيئن مانيءَ جي لاءِ دسترخوان آهي ۽ اها طاقت الله تعاليٰ مانيءَ جي ظاهري شڪل کان سواءِ پنهنجي سچن ٻانهن کي عنايت ڪندو آهي. روحاني رزق سچي سونهين جي ذريعي حاصل ٿيندو جيئن اُن نوجوان کي حضرت دائود عليه السلام جي انصاف سان رزق حاصل ٿيو. ڳئون جي مُدّعي جو مثال نفس جهڙو آهي. اهو تڏهن مطيع بنيو جڏهن اُن حضرت دائود عليه السلام جو فيصلو ٻڌو. اهڙي طرح نفس ڪامل عارف جي صحبت سان مُطيع ٿيندو. عقل نفس جو شڪار تڏهن ڪندو جڏهن عارف يار بنجي وڃي. هيءَ ڳالهه مشهور آهي ته زُمرد جي تاثير سان نانگ انڌو ٿي ويندو آهي. ساڳي طرح عارف ڪامل جو وجود نفس کي انڌي ڪرڻ ۾ زمرد جو تاثير رکي ٿو، تون نفس کي گڏهه وانگر ڇِڪي ڪامل سُونهين وٽ وٺي وڃ.

نفس گهڻو ئي مڪّار آهي، ان جي مڪرن جو تفصيل ممڪن نه آهي. نفس جي زبان عارف ڪامل جي صحبت ۾

ڪوتاهه ٿي ويندي آهي. پوءِ اهو مڪّاريءَ جون ڳالهيون نٿو ڪري سگهي. نفس ڳڻون جي مُدّعي وانگر آهي. ان مدّعي گهڻا غلط دليل پيش ڪيا هئا. ڳئون جي مُدّعي جي تقريرن سان سيئي ماڻهو ڌوڪي ۾ اچي ويا هئا. حضرت دائودؑ فريب ۾ نه آيو هو. نفس بظاهر نيڪ معلوم ٿيندو آهي پر باطن ۾ ڏاڍو شرير آهي. ان جي ظاهري حالت ڏسي ان جوهمدم ۽ همراز نه ٿيءُ. نفس نيڪيءَ جي دعوت ڏيندو آهي پر ان ۾ به فريب هوندو آهي. عقل جهڙي شريف شيءِ تي ڪميڻي نفس جو غلبو هن ڪري هوندو آهي جو تون عقل کان بيگانو ٿي ويو آهين ۽ اُن کي تو پاڻ کان پري ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ ۾ نفس کي وسايو آهي. هاڻي اهو نفس جو ڪُتو پنهنجي گهر تي رهي شينهن ٿي ويو آهي ۽ عقل ٻاهر ڦرندو وتي. عقل جڏهن پنهنجي اصلي مقام تي مُقيم هوندو تڏهن انهن ڪُتن تي ان جي حقيقت واضح ٿي ويندي. نفس به دل جي وحيءَ سان مغلوب ٿيندو آهي جيئن ڳئون جو مُدّعي حضرت دائودؑ جي قلبي وحي سان مغلوب ٿيو، ورنه شهر وارا اُن کي سچو سمجهي رهيا هُئا. جيڪو نفس جو هم جنس هوندو آهي اهو ان جي ڳالهه کي سچو سمجهندو آهي. ڪامل عارف جيئن ته حضرت دائودؑ وانگر آهي ان ڪري اهو ان جي فريب ۾ نٿو اچي. ڪامل شيخ اهو آهي جيڪو جسميت کي ختم ڪري مُجَسّمِ روح بنجي وڃي ۽ اهڙي طرح سان مظهرِ خدا بنجي وڃي جهڙي طرح دل مظهرِ خدا آهي. عوام باطني مريض آهن ۽ بيماري بيماريءَ جي مددگار هوندي آهي، انهيءَ ڪري سطحي سوچ وارا ظالم جي حمايت ڪندا آهن. دنيا ۾ گهڻا مڪار ۽ فريبي آهن جيڪي ڪامل هجڻ جا مُدّعي بنجي ويندا آهن. جيڪڏهن انسان ۾ سڃاڻپ جي طاقت نه هوندي آهي ته اهو سندن مڪر ۾ ڦاسي ويندو آهي. اهي بيوقوف جن کي سچي ۽ ڪوڙي سونهين جي سڃاڻپ نه آهي اُن بيوقوف پکيءَ وانگر آهن جيڪو شڪاريءَ جي سِيٽي کي پنهنجي هم جنس جو آواز سمجهندو آهي ۽ ڦاسندو آهي. انهن بيوقوفن ۾ ڪرن ۽ ڪوڻن جي تميز نه آهي. اهڙن بيوقوفن کان پرهيز ڪرڻ گهرجي چاهي اهي ڪيترائي ذهين ڇو نه هجن. اهڙن بيوقرفن کي هيءَ تميز نه آهي ته ڪير جنتّي آهي ۽ ڪير جهنمي آهي. جيڪڏهن اهڙا بيوقوف يقين جي دعويٰ ڪن ته يقين مشڪوڪ آهي. اهڙو بيوقوف چاهي ڪيترو ئي ذهين هجي اُن کي احمق سمجهو ۽ اُن کان اهڙي طرح ڀڄو جهڙي طرح هرڻ شينهن کان ڀڄندو آهي.

### حضرت عيسيٰؑ جو بيوقوفن کان ڀڄي جبل ۾ لڪي وڃڻ اُتي به ڪانئس سوال ڪرڻ

هن قصي مان اهو ٻڌائڻ مقصود آهي ته بيوقوفي جو مرض عَذابِ الاهي ۽ لاعلاج آهي.

عیسی مریم بکو ہے می گریخت
شیر گوئی خونِ اُو میخوست ریخت

ترجمو: ”(حضرت) عيسيٰ (بن) مريم هڪڙي جبل ڏانهن ڀڄي رهيو هو، ڄڻ شينهن اُن جو رت وهائڻ چاهيندو هجي.“

عيسيٰ ابن مريم اهڙي طرح جبل ڏانهن ڀڄي رهيو هو ڄڻ ڪو شينهن سندس پويان آهي. هڪڙو شخص اُن جي پويان ڀڳو ۽ ڀڄڻ جو سبب پُڇڻ لڳو پر حضرت عيسيٰ ايتري قدر تيز ڀڄي رهيو هو جو اُن کي جواب نه ڏيئي سگهيو. اُن شخص تيز ڊوڙي حضرت عيسيٰؑ کي ويجهو ٿي چيو ته خدا جي واسطي بيهي رهو ۽ منهنجو جواب ڏيو. حضرت عيسيٰؑ فرمايو: آئون هڪ بيوقوف کان ڀڄي رهيو آهيان مون کي نه روڪ! اُن شخص چيو ته توهان جي دم ڪرڻ سان ته انڌا، ٻوڙا، نيڪ ٿي ويندا آهن، توهان بيوقوف جي بيوقوفيءَ کان ايتري قدر خوف زده ڇو آهيو؟ حضرت عيسيٰؑ فرمايو ته تنهنجو چوڻ دُرست آهي. پويان ڀڄڻ واري چيو ته توهان ته اهي بادشاهه آهيو جن کي اسمِ اعظم اچي ٿو. جڏهن توهان اهو مُردي تي پڙهو ٿا ته اهو شِڪاري تير وانگر زنده ٿي وڃي ٿو. حضرت عيسيٰؑ فرمايو ته ها، آئون اهوئي آهيان جيڪو تون چوين ٿو: تڏهن اُن چيو سائين توهان ته مِٽيءَ مان پکي بنائي اُڏايو ٿا، اُن ۾ ڦوڪ هڻو ٿا ته اهو اُڏامي ٿو. حضرت عيسيٰؑ اقرار ڪيو، تڏهن اُن شخص چيو: جڏهن توهان وٽ

اهڙا معجزا آهن ته پوءِ توهان کي کنهن ڪان ڪهڙو ڊپ آهي؟ اُن سوال ڪرڻ واري جي جواب ۾ حضرت عيسيٰ عليه السلام فرمايو ته بيشڪ، اُن اسمِ اعظم جو اهوئي اثر آهي جو اُن سان انڌا ٻوڙا ٺيڪ ٿي وڃن ٿا، جبل اُن جي عظمت ۽ هيبت کان ڦاٽي وڃن ٿا. اسمِ اعظم مُردي تي پڙهيو وڃي ته اهو زنده ٿي ويندو آهي، اسمِ اعظم پڙهڻ سان معدوم موجود ٿي ويندو آهي پر بيوقوف تي اسمِ اعظم پڙهڻ سان ڪو فائدو نه ٿيو، اُلٽو اثر ٿيو جو اهو اڃان وڌيڪ سخت ٿيو. اُن سوال ڪرڻ واري چيو ته اُن ۾ ڪهڙو راز ۽ حڪمت آهي جو بيوقوف تي اسمِ اعظم به اثر نٿو ڪري. حضرت عيسيٰ عليه السلام فرمايو ته حماقت ۽ بيوقوفي عذابِ الاهي آهي ۽ انڌائپ هڪ آزمائش آهي. آزمائش ۾ جيڪو مبتلا هوندو آهي اُن تي رحم ڪيو ويندو آهي ۽ بيوقوف کي جوتا هنيا ويندا آهن ۽ حماقت تي هر شخص کي ڪاوڙ ايندي آهي. بيوقوفي جو اثر الله تعاليٰ جي هڪ مُهر آهي جنهن تي ڪا تدبير موثر نٿي ٿئي. بيوقوفن کان اهڙي طرح ڀڄو جهڙي طرح حضرت عيسيٰ عليه السلام ڀڳو هو. جهڙي طرح هوا ٿورو ٿورو پاڻي چورائيندي آهي ۽ حوض سُڪي ويندو آهي، اهڙي طرح بيوقوف جي صحبت تُنهنجا سُٺا اوصاف چورائيندي آهي. پلائين جي لاءِ گرم جوشي کي اُن جي صحبت سردي، سستي ۽ ڪاهلي سان تبديل ڪندي آهي. حضرت عيسيٰ عليه السلام جو بيوقوف کان ڀڄڻ ٻين جي تعليم لاءِ هو. جيڪڏهن سڄي دنيا ۾ سيءُ پکڙيل هجي ته به سج کي ڪو نقصان نٿو پهچي سگهي. حضرت عيسيٰ عليه السلام کي نورِ حق جي گرمي حاصل هئي، ڪنهن بيوقوف جي حماقت سان اهو متاثر نٿي ٿي سگهيو.

## اهلِ سبا ۽ انهن جي بيوقوفي ۽ انبيائن جي نصيحت جو مٿن اثر نه ڪرڻ جو قصو

يادم آمد قصهٔ اهلِ سبا

کز دمِ احمق صباشان شد وبا

ترجمو: ”مون کي سبا وارن جو قصو ياد اچي ويو، بيوقوفيءَ وارين ڳالهين سان هو اُنهن جي لاءِ وبا بڻجي ويئي.“

سبا هڪ وڏو شهر هو. تو ٻارن کان قصي ۾ ٻُڌو هوندو. ٻارن جي آکاڻين ۽ افسانن ۾ به هڪ نصيحت جو پهلو هوندو آهي. افسانن ۾ عام طور تي مذاق جون ڳالهيون هونديون آهن پر حڪمت جي خزاني جي تلاش ڪرڻ وارن جي لاءِ ضروري آهي ته هر ويراني ۾ خزانو تلاش ڪن. سبا هڪ تمام وڏو شهر هو پر الله وٽ اُن جو رُتبو مِٽيءَ جي پيالي کان وڌيڪ نه هو. هيٺ مٿي بصرِ جي ڪلن وانگر هو ۽ اُن ۾ آبادي هئي. آباديءَ جو تعداد ته ڏهن شهرن جي آبادي جي تعداد برابر هو پر سڀ ماڻهو اُن ۾ گندي قسم جا هئا. اهي گندا به هئا ته عقل جا ڪچا ۽ ڪاڏي جو پڪا هئا. اهڙا ماڻهو جن جو روح محبوب حقيقي سان وابسته نه هجي جيڪڏهن لکين به آهن ته اڌ مغزي آهن. ماڻهن جو هڪڙو قسم هيءُ هو جو آخرت جي معاملي ۾ انڌا ۽ دنياداري ۾ وڏا دوربين هئا ۽ دنيا جي معمولي ڳالهه جا به ماهر هئا. ماڻهن جو ٻيو قسم اهو هو جيڪي نيڪ ڳالهه ٻڌڻ ۾ ٻوڙا ۽ بُري ڳالهه ٻڌڻ ۾ سَرلا هئا. اهو سبا جو شهر دنياوي مال ۽ دولت جي اعتبار سان خزانو هو پر نيڪي ۽ ڀلائي اُن ۾ ذري برابر نه هئي. ٽيون قسم اهڙن ماڻهن جو هو جن جو ظاهري لباس ڏکو وڏو هو پر تقويٰ جي لباس کان اُگهاڙا هئا. ٻوڙي چيو ته اهي جيڪي ڳالهيون ڪري رهيا آهن آئون سڀ ٻڌي رهيو آهيان. اُگهاڙي چيو: مون کي ڊپ آهي ته مٿان منهنجا ڏگها ڪپڙا ڪٽي نه وٺن. انڌي چيو ته آئون ڏسي رهيو آهيان ته اهي تمام ويجها اچي ويا آهن. ٽيئي شهر ڇڏي ڀڳا ۽ هڪڙي ڳوٺ ۾ پُهتا. انهن ڳوٺ ۾ هڪڙو ٿُلهو ڪُڪڙ ڏٺو پر اُن تي گوشت نه هو. انڌي اُن کي ڏٺو، ٻوڙي اُن جو آواز ٻڌو. ننگي اُن کي پڪڙي لِڪايو. مُئل ڪڪڙ ڪانگ جي ٺونگن سان سُڪل هو. هڏيون ڌاڳي وانگر سُڪل هيون. انهن ڳولا ڪئي. هڪڙي ديڳڙي ڏٺائون جنهن جو نه سِرو هو ۽ نه ترو هو. اُن مئل ڪڪڙ کي ديڳڙي ۾ وجهي رڌڻ شروع ڪيائون. ائين رڌائون جو هڏيون ڳري ويون ۽ گوشت ڪجهه رهجي ويو. ان مئل ڪڪڙ کي اهڙي طرح کاڌائون جيئن شينهن پنهنجو شڪار کائيندو آهي ۽

ائين پيٽ ڀريائون جيئن هاٿي پيٽ ڀريندو آهي. اهي ٽئي ڄڻا مُئل ڪڪڙ کي ڪاٺي هاٿين وانگر ٻنجي ويا ۽ هر هڪ اهڙو ٿلهو ٿيو جو دنيا ۾ نٿي ماپيو، پر ان ٿُولهه جي باوجود اهي دروازن جي درزُن مان ڀڄي نڪتا. درزن مان موت جو رستو مراد آهي جيڪو ڪنهن کي نظر نٿو اچي ۽ دروازي جو اهو شگاف نظر نٿو اچي اصل ۾ اها انسانن جي آخرت ڏانهن روانگي آهي. هر قصو محض افسانو ڪونه هوندو آهي، جيڪي معرفت کي ڄاڻن ٿا ان مان سُٺا نتيجا ڪڍن ٿا. اهلِ دل جي لاءِ اهو قصو بيڪار نه هوندو آهي.

## ٻري تائين ڏسڻ واري انڌي ۽ ڇتي ٻُڌڻ واري ٻوڙي ۽ اُن ڊگهي پلاند واري اُگهاڙي بابت سمجهاڻي

*کرامل راداں کہ مرگِ ما شنید*
*مرگ خود نشنید و نقلِ خود ندید*

ترجمو: ”ٻوڙو اميد کي سمجهه، جو اُن اسان جي موت جي خبر ٻڌي پر پنهنجي موت کي ڪونه ٻڌو ۽ پنهنجي منتقل ٿيڻ کي نه ڏٺو.“

هن قصي ۾ ٻوڙي مان انسان جون تمنائون مراد آهن. تمنّا ۽ اميد ٻين جي موت جي خبر ٻُڌي ٿي پر، پنهنجي موت جي خبر کان ٻوڙي آهي ۽ دنيا مان پنهنجي منتقل ٿيڻ کي نٿي ڏسي. هِن قصي ۾ انڌي مان مراد انسان جو حرص آهي جيڪو پنهنجي عيبن کان انڌو آهي ۽ ٻين جا عيب ڏسي ٿو. اُگهاڙي مان مراد اهو شخص آهي جيڪو نيڪ عملن کان خالي ۽ آخرت جي دولت کان مُفلس آهي. دنيادار مُفلس آهي ڇاڪاڻ ته دنياوي دولت آخرت ۾ ڪو فائدو نه پهچائيندي. دنيادار اُگهاڙو پيدا ٿيو ۽ تقويٰ جي لباس کان ننگو مرندو. جڏهن هن دنيا جي دولت جي حقيقت کلي ويندي جنهن تي چورن جو ڊپ ٿيندو هئس، تڏهن پنهنجو پاڻ تي کِلندو. جڏهن نه دنياوي دولت ڪم ايندي، نه دنياوي هُنر، تڏهن سمجهندو ته هو ڪيتري قدر مُفلس ۽ بي هُنر آهي. ان دنيادار جي حالت اُن ٻار جهڙي آهي جنهن پلاند ۾ ٺڪريون گڏ ڪيون هُجن ۽ انهن کي دولت سمجهي رهيو هجي. انهن ٺڪرين جي ڦُرجڻ کان ڊڄي رهيو هجي ۽ جيڪڏهن ڪو هڪڙي ٺڪري ڦُري ته روئڻ لڳي ۽ اُن کي واپس ڏي ته کِلڻ لڳي. دنيا جي دولت اُن وٽ عارضي آهي. اها دولت اهڙي آهي، جيئن ڪو خواب ۾ دولت کي ڏسندو آهي. جيڪو شخص پنهنجي خواب جي مال تي چورن کان ڊڄي رهيو هجي، سجاڳ ٿيڻ تي اُن کي پنهنجو پاڻ تي کِل اچڻ لڳي. اهوئي حال آخرت ۾ دنيادار جو ٿيندو. دنيادار عقلمندن کي قرآن بي عِلم چيو آهي. هر دنيادار پنهنجي علم جي باري ۾ چور کان ڊڄندو آهي. دنيادار عالم چوندو آهي ته ماڻهو منهنجو وقت ضايع ڪن ٿا جنهن سان منهنجي علم کي خطرو ٿئي ٿو. حالانڪ اهو هي نٿو سمجهي ته اُن جو وقت اُن جي لاءِ قطعاً غيرمفيد آهي. اهو چوي ٿو ته ماڻهو اچي ڪري مون کي بيڪار بنائين ٿا حالانڪ جيڪي اُن جون مصروفيتون آهن اهي خود بيڪاريءَ جي برابر آهن. اهو دنيادار علومِ آخرت کان خالي آهي پر اهو سمجهي رهيو آهي ته ٻيا اُن جي علمن کي برباد ڪري رهيا آهن. دنيا جي لکين علمن جو عالم آهي پر پنهنجي روح جي باري ۾ ظالم ۽ جاهل آهي. دنيا جي شين جي اصليت کي سمجهي ٿو پر پنهنجي جوهر (روح) جي باري ۾ گڏهه هجڻ جو ثبوت ڏئي ٿو. دنيادار عالم هن جي دعويٰ ڪري ٿو ته آئون مُفتي آهيان ۽ آئون جائز ۽ ناجائز کي ڄاڻان ٿو. اُن مفتي کي خود هي علم نه آهي ته هو مُفتي آهي يا نادان پوڙهي آهي. پوڙهي عورت جيڪا عام طور تي دليلن کان ناواقف هوندي آهي. فقيه ايترو ته ڄاڻي ٿو ته هيءَ ڳالهه جائز آهي ۽ هيءَ ناجائز آهي پر اُن کي پنهنجو ڪجهه پتو نٿو پوي ته هو پاڻ ڪهڙي حالت ۾ آهي. ٻين جي احوال کان پوري واقفيت پر پنهنجي احوال کان غافل ٿيڻ بيوقوفي آهي. دنيادار عالم نجوم، ستارن ۽ شين جي نحوست ۽ سعادت کان واقفيت رکي ٿو پر پنهنجي باري ۾ اهو ڪجهه نٿو سمجهي ته خود نيڪ بخت آهي يا بدبخت آهي. سيني علمن جو اصل هي آهي ته انسان پنهنجي باري ۾

هيءُ علم حاصل ڪري تہ قيامت جي ڏينهن اُن جو ڪهڙو حال ٿيندو. دين جا اصول ڄاڻڻ بہ ضروري آهن پر ان ڪان وڌيڪ هيءُ ضروري آهي تہ پنهنجي روح جي باري ۾ غور ڪري تہ اهو نيڪ آهي يا نہ آهي. اصولِ فقہ جي ڄاڻڻ ڪان بهتر هيءُ آهي تہ انسان پنهنجي اصل يعني روح کي سُڃاڻي.

## سبا جي شهر جي خوشحالي ۽ شهر واسين جي ناشڪريءَ جو بيان

اصلِ شاں بد بود آں اہلِ سبا

می رمیدندے ز اسبابِ بقا

ترجمو: ”انهن سبا وارن جو بنياد بُرو هو، اهي بقا جي اسباب کان ڀڄندا هئا.“

الله تعاليٰ انهن کي ساڄي ۽ کابي باغ ۽ چراگاهون ڏنيون هيون. ايترا ميوا وڻن مان ڪِرندا هئا جو هلڻ وارن جو رستو تنگ ٿي ويندو هو ۽ مسافر عجب ڪندا هئا. مٿي تي ٽوڪري رکي ڪري ماڻهو هلندو هو تہ باغ مان ڪِرندڙ ميون سان پاڻهي ڀرجي ويندي هئي. واٽهڙن کي ميوا اچي لڳندا هئا. مال ۽ خوراڪ جي ڪثرت جي ڪري نہ چور کي چوري جي ضرورت رهندي هئي ۽ نہ بگهڙ کي ڪنهن کي چيرڻ ڦاڙڻ جي ضرورت پوندي هئي. باهہ جي ذريعي ڪپڙا ڌوئڻ جي ڪا ترڪيب انهن وٽ هئي. انبيائن کي حڪم ٿيو تہ اهي انهن کي سنئين راهہ جو حڪم ڏين. جڏهن انهن جي ناشُڪري حد ڪان وڌي ويئي تڏهن الله تعاليٰ جي غيرت جوش ۾ آئي.

## اهل سبا جي نصيحت جي لاءِ پيغمبرن جو اچڻ

سیزدہ پیغمبر آنجا آمدند

گمرہاں را جملہ رہبر می شُدند

ترجمو: ”تيرهن پيغمبر اُتي آيا، اهي سڀ گمراهن جا رهبر بنيا.“

توهان شُڪر جي گهوڙي کي سُجاڳ ڪريو، عقلاً بہ انعام ڏيڻ واري جو شُڪريو ضروري آهي. الله تعاليٰ جو اهو بہ ڪرم آهي تہ ايتري قدر نعمتن تي محض هڪ شڪر جو طالب بنيو. الله تعاليٰ مٿو عطا فرمايو آهي تہ اُن جو شُڪريو هيءُ آهي تہ اُن سر سان ڪيس سجدو ڪيو وڃي. الله تعاليٰ پير بخشيا آهن تہ انهن جو شڪريو هيءُ آهي تہ اُن جي لاءِ عبادت ۾ قيام ۽ قعود ڪيو وڃي. سبا وارن چيو تہ اسين نہ انهن نعمتن کان تنگ دل آهيون ۽ اسان جي لاءِ هاڻي نہ اطاعت ۾ لذت رهي آهي ۽ نہ گناهہ ۾ مزو آهي. جڏهن نعمت اسان جي لاءِ باعثِ زحمت آهي تہ اسين شُڪر ڪهڙي شيءِ جو ادا ڪريون! انبيائن سبا وارن کي چيو تہ توهان جي دل ۾ مرض پيدا ٿي ويو آهي جنهن حق شناسي کي تباهہ ڪري ڇڏيو آهي ۽ توهان نعمتن کي زحمت سمجهڻ لڳا آهيو. بيمار کي جيڪڏهن صحيح غذا بہ ڏني وڃي تہ اها بيماريءَ ۾ اضافو ڪندي آهي. انهيءَ ڪري توهان نعمتن جا دشمن بنجي ويا آهيو. ان بيماريءَ جو اثر هيءُ آهي تہ جيڪي توهان جا خيرخواهہ آهن اهي توهان وٽ حقير ۽ ذليل آهن ۽ جيڪي بيگانہ آهن اهي توهان وٽ پيارا آهن. ان بيماري جو اثر آهي جو توهان شُڪر کي گندي شيءِ سمجهو ٿا ۽ ان بيماريءَ ۾ پوري قوم مُبتلا آهي. ان بيماريءَ سبب هر سُٺي شيءِ بُري بنجي ويندي آهي. آبِ حيات زهر جو ڪم ڪري ٿو. مرضِ موت ۽ درد جو سبب بنجي ٿو ۽ ان سان آخرت جي زندگي موت ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي. ان بيماري جي ڪري توهان جي هيءُ حالت آهي تہ جيڪو شخص توهان جي محبت ۽ پيار جي ڪري توهان جو شڪار ۽ گرويده آهي، توهان ان کي ذليل سمجهو ٿا. جيڪا دوستي عقل جي بنياد تي هوندي آهي ان ۾ اضافو ٿيندو رهندو آهي ۽ جيڪا بہ دوستي نفساني غرض تي مبني هوندي آهي اها گهٽجندي رهندي آهي. ڇاڪاڻ تہ نفساني دوستي غرض جي ڪري هوندي آهي. جيڪڏهن

اهڙو دوست بنجڻ چاهيو ٿا جنهن کان سيني کي نفرت نہ هجي تہ عقل جي بنياد تي عقلمند سان دوستي ڪريو. انسان جڏهن نفساني اعتراض جي بيماري ۾ مبتلا آهي تہ ان جو هرڪم ان جي بيماري ۾ اضافو ڪندو. نفساني مريض جو علمي ذوق فنا ٿي ويندو آهي. عمده قسم جا علمي نُڪتا بہ ان کي بُرا لڳندا آهن. جيڪڏهن ڪو نُڪتو بہ بيان ڪيو ويندو تہ سيني کي ان سان بہ نفرت ٿي ويندي. جيڪڏهن قلبي بيماري جو علاج ٿي وڃي تہ پُراڻين ڳالهين مان نوان نُڪتا نظر ايندا. جسماني طبيب نبض کي ڏسي ڪري بيماري جي تشخيص ڪندا آهن.

انبياء ۽ عارف ڪامل ڪنهن بہ واسطي کان سواءِ دلين کي ڏسندا آهن. جسماني ڊاڪٽر جو ڪم روح حيواني کي ٺيڪ ڪرڻ آهي. انبياء انسان کي ٿئي ٻڌائيندا آهن تہ تنهنجو ڪهڙو ڪم ۽ قول هلاڪ ڪندڙ آهي ۽ ڪهڙو نفعي وارو آهي. انسان کي ڪهڙا افعال ۽ اقوال الله جي قريب ڪن ٿا ۽ ڪهڙا رستو روڪين ٿا. انسانن جي لاءِ نيڪي ۽ بديءَ کي خوب واضح ڪرڻ کان پوءِ وري انسان کي اختيار آهي تہ اهو بديءَ جو رستو اختيار ڪري يا ڀلائي جو رستو. جسماني طبيب عملي دليلن کان ڪم وٺندا آهن، اسين وحي الاهي کان رهبري حاصل ڪريون ٿا.
سيئي نبي اهو ئي چون ٿا تہ لَآ اَسْـَٔلُكُمْ عَلَيْهِ مَالًا ؕ اِنْ اَجْرِيَ اِلَّا عَلَى اللّٰهِ (هود-٢٩) "اسين توهان کان هِن ڪم جي مزدوري نٿا گهرون، اسان جي مزدوري الله جي ذِمي آهي." ناسور واري مريض جي لاءِ پُڪار آهي تہ اسان جي دوا هر بيماريءَ لاءِ آهي.

**قوم جو پيغمبرن کان معجزو گهُرڻ**

قوم گفتند اے گروہِ مُدَّعی
کو گواہِ علم و طبِّ نافعی

ترجمو: "قوم چيو: اي دعويدارو! نفعي ڏيندڙ طب ۽ علم جو ڪير شاهد آهي؟"

انهن ماڻهن انبيائن کي چيو تہ پنهنجي دعويٰ تي گواهہ ۽ شاهد آڻيو. ڪافرن انبيائن تي هميشہ ان قسم جو اعتراض ڪيو آهي مَالِ هٰذَا الرَّسُوْلِ يَاْكُلُ الطَّعَامَ وَيَمْشِيْ فِي الْاَسْوَاقِ ؕ (الفرقان-٧) "اهي ڪهڙا نبي آهن جيڪي بازارن ۾ گهُمن ڦرن ٿا ۽ کاڌو کائن ٿا!؟" ڪافرن نبين کي چيو تہ توهان خود جيستائين مِٽي ۽ پاڻيءَ مان ٺهيل آهيو تہ توهان ٻين جي ڪهڙي اصلاح ڪري سگهو ٿا؟ ڪافرن هيءُ بہ چيو تہ وڏي بنجڻ جو شوق پيغمبري جي دعويٰ ڪرائي ٿو. انبيائن ڪافرن کي چيو تہ توهان اسان جي نبوت کي نٿا ڏسو اها توهان جي انڌائپ آهي. جيڪو شخص اسان جي رِسالت کي نٿو ڏسي ۽ گواهہ طلب ڪري ٿو اها ڳالهہ خود اُن جي گواهہ آهي تہ اهو انڌو آهي. جيڪڏهن سِجُ ڪنهن کي چوي تہ آئون موجود آهيان ۽ ٻيو چوي تہ پنهنجي وجود تي شاهد آڻ، تہ اهو اُن چوڻ واري جي انڌي هجڻ جو دليل آهي. سج خود پنهنجي وجود جو دليل هوندو آهي. جيڪو شخص ڏينهن ۾ ڏيئي جي ڳولا ڪري، اهو ئي اُن جي انڌائپ جو دليل آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي آفتابِ رسالت بہ نظر نہ اچي تہ هو اهو گمان ڪري وٺي تہ شايد اهو نِڪتو هجي ۽ آئون خود پردي ۾ هُجان انهيءَ ڪري مون کي نظر نٿو اچي. جيڪڏهن علي الاعلان مخالفت ڪندو تہ هميشہ جي لاءِ بدبختيءَ ۾ مبتلا ٿي ويندو ۽ اُن کي آئينہ رسالت ۾ پنهنجو چهرو نظر نہ ايندو. جيڪڏهن ڪو شخص ڏينهن ۾ هيءُ چوي تہ ڏينهن ڪٿي آهي تہ اهو خود پنهنجي انڌي هجڻ کي ظاهر ڪري رُسوائي ۽ خواري خريد ڪري رهيو آهي. صبر ۽ خاموشي رحمت جي آرزو آهي ۽ دليل طلب ڪرڻ بيماريءَ جي نشاني آهي.

قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَاِذَا قُرِئَ الْقُرْاٰنُ فَاسْتَمِعُوْا لَهٗ وَاَنْصِتُوْا لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ﴿٢٠٤﴾ (الاعراف-٢٠٤)"جڏهن قرآن پڙهيو وڃي تہ توهان ڪن لڳايو ۽ خاموشيءَ سان ٻڌو تان تہ توهان تي رحم ڪيو وڃي." جيڪڏهن بيماريءَ جي موٽڻ جو خواهشمند نہ آهين تہ پوءِ مٽي کي زمين تي رک، انبيائن ۽ رسولن جي اڳيان زياده گفتگو مناسب نہ آهي،

اُنهن جي لاءِ هرطرح جي قرباني ڪرڻ گهرجي. انسان جي قُربانين تي الله تعاليٰ اهڙي تعريف فرمائيندو جو آسمان کي بہ اُن تي حسد ٿيندو آهي. جڏهن انهن طبيبن جي دلداري ڪئي ويندي تہ انسان تي خود پنهنجي حقيقت کُلي ويندي. رسالت جي نظر نہ اچڻ جي مرض کان نجات الله تعاليٰ جي هٿ ۾ آهي ۽ انهن ماڻهن جي عزت ڪرڻ ان مرض جي ڇوٽڪاري جو سبب آهي.

**قوم جو انبياء عليهم السلام تي تهمت لڳائڻ**

*قوم گفتند ايں ہمہ رزق ست و مکر*

*کے خدا نائب کند از زےد و بکر*

ترجمو: "قوم چيو: اهو سڀ مڪر ۽ فريب آهي. خدازيد ۽ بڪر کي ڪڏهن قائم مقام بنايو آهي؟"

سبا وارن چيو: ڀلا انسان کي الله تعاليٰ پنهنجو خليفو ڪيئن بنائي سگهي ٿو! بادشاهہ ۽ اُن جي قاصد جو هم جنس هجڻ ضروري آهي. انسان جيڪو مِٽي ۽ پاڻيءَ مان ٺهيو آهي اُن کي الله تعاليٰ سان ڪهڙي مناسبت آهي. گڏهہ جي مغز کائڻ سان انسان گڏهہ بنجي ويندو آهي. الله تعاليٰ ۽ انسان ۾ ڪهڙي نسبت آهي. ذري کي سج سان ڪهڙي نِسبت!؟ ڪنهن انسان جو الله تعاليٰ سان همراز هجڻ عقل ۾ نٿو اچي سگهي. سبا وارن انبيائن کي چيو تہ اهو ڪيستائين مڪر رهندو. اسان ۾ ايترو تہ عقل آهي جو گندني (بدبودار آهي، ماڻهو ڀاڄي ڪري کائيندا آهن) ۽ گجر ۾ فرق ڪريون.

**هاٿيءَ وٽ چنڊ جو قاصد ٿي ويندڙ سهي جو قصو**

*ايں بداں ماند کہ خرگوشے بگفت*

*من رسولِ ماہم و باماہ جُفت*

ترجمو: "اهو ائين آهي جيئن هڪ سهي چيو تہ آئون چنڊ جو قاصد ۽ چنڊ جو ساٿي آهيان."

سهي چيو تہ آئون چنڊ جو قاصد ۽ پيغامبر آهيان ۽ چنڊ جو همراز آهيان. اهو سَهو فرضي طور تي چنڊ جو قاصد هن لاءِ بنيو هو تہ سيئي جانور چشمي تي هاٿين جي اچڻ مان تنگ هئا ۽ سيني گڏجي اها سازش ڪئي هئي تہ هاٿي هن چشمي تي اچڻ ڇڏي ڏين. جهنگ جا سڀ جانور هاٿين جي ڊپ کان چشمي جي پاڻيءَ کان محروم هئا. جيئن تہ وڙهڻ ۾ ڪمزور هئا، انهيءَ ڪري انهن اها تدبير سوچي هئي. هاٿين جي بادشاه کي سهي حڪم ڏنو تہ اهو بيهي رهيو ۽ چوڻ لڳو تہ آئون چنڊ جو قاصد آهيان ۽ چنڊ جي طرفان پيغام آندو اٿم. چنڊ چوي ٿو تہ اهو پاڻيءَ جو چشمو منهنجي ملڪيت آهي، توهين اُتي نہ ايندا ڪريو. جيڪڏهن چوڻ نہ مڃيندا تہ انڌو بنائي ڇڏيندو سانوَ. مون توهان جو ظُلم توهان کي ٻڌايو ۽ پنهنجو فرض ادا ڪري ڇڏيو آهي. سَهي چيو تہ منهنجي سچي هجڻ جي هيءَ نشاني آهي تہ جڏهن ڪو هاٿي پاڻي پيئي ٿو تہ اهو چنڊ پريشانيءَ ۾ هلڻ لڳندو آهي. پوءِ بہ جيڪڏهن يقين نہ آهي تہ چوڏهينءَ جي رات جو اچج ۽ منهنجي دعويٰ جي ان دليل کي اکين سان ڏسي وٺج.

جڏهن چنڊ ٻن هفتن جو ٿي ويو تڏهن هاٿين جو بادشاهہ چشمي تي پاڻي پيئڻ آيو. جڏهن هاٿيءَ سونڊ پاڻيءَ ۾ پيئڻ لاءِ وڌي تہ پاڻيءَ ۾ چنڊ جو عڪس لُڏڻ لڳو، تڏهن هاٿيءَ کي سهي جي ڳالهہ تي يقين ٿي ويو. ڊپ مان جڏهن هاٿين جو بادشاهہ ڀڳو تہ سيئي هاٿي ڀڄڻ لڳا ۽ پوءِ ڪوبہ هاٿي چشمي تي نہ آيو. اهو قصو ٻُڌائي سبا وارن چيو تہ اسين اهڙا بيوقوف نہ آهيون جو هاٿين وانگر توهان جي ڳالهين ۾ اچي وڃون.

**انبيائن طرفان اعتراض جو جواب ڏيڻ ۽ هڪ مثال بيان ڪرڻ**

انبياء گفتند آوه پندِماں

سخت تر کرد اے سفیہاں بندِتاں

ترجمو: ”انبيائن چيو: افسوس اسان جي نصيحت اي بيوقوفو! توهان جي بيڙيءَ کي سخت ڪري ڇڏيو.“

اُنهن ماڻهن جي اُن تقرير تي نبين ڪين چيو تہ اسان جي نصيحت سان توهان جي انڪار جون بيڙيون وڌيڪ سخت ٿي ويون ۽ دوا زهر جو ڪم ڪيو. جڏهن ڪنهن تي غضب خداوندي هوندو آهي تہ نورِهدايت اُن جي لاءِ وڌيڪ اونده جو سبب بنجي ويندو آهي. جنهن کي الله جي تقرب سان اهو مرتبو حاصل هجي جيڪو آسمان کان بہ بُلند هجي اهو توهان جي سرداريءَ جو ڇا خواهشمند ٿي سگهي ٿو. جنهن سمنڊ ۾ موتي پريل هُجن اُن کي موتين سان پريل بيڙيءَ مان ڪهڙي شرافت حاصل ٿي سگهي ٿي. اها اڪ قابلِ افسوس آهي جنهن کي سچ ذرو نظر اچي. اها شيطاني اک آهي جو اُن حضرت آدم عليه السلام جي پُتلي جي مِٽيءَ کي ڏٺو ۽ اُن جي باطني اوصافن کي نہ ڏٺو. شيطان کي شيطاني اک حقيقت جي خلاف ڏيکاريو. حضرت آدم عليه السلام جيڪو بمنزلہ بهار جي هو، اهو اُن کي خزان نظر آيو. خود ذليل هو سندس نگاهہ ذليل شيءِ تي پيئي. معشوق گهڻا آهن پر بدبختن کي قيمتي دولت حاصل نٿي ٿئي. ناقدرن کي دولت ملي ٿي پر اهي اُن جو قدر نٿا ڪن. بيوقوفن جي محروميءَ جو سبب انهن جي حرمانِ نصيبي آهي جيڪا الله تعاليٰ جي حُڪم سان انهن تي مُسلط آهي. انبيائن سبا وارن کي چيو تہ توهان بُت پرستيءَ ۾ مبتلا ٿي ويا آهيو انهيءَ ڪري لعنت ۽ انڌ توهان تي مسلّط ٿي وئي آهي. توهان جي انڌي هجڻ جي نشاني هيءَ آهي تہ پٿر جي بُت کي تہ الله جو شريڪ سمجهي رهيا آهيو پر عقل ۽ جان کي الله جو همراز سمجهڻ ۾ توهان کي اعتراض پيش اچي رهيو آهي. بُتُ جيڪو توهان خود پنهنجي هٿن سان ٺاهيو، اهو الله تعاليٰ جو شريڪ ٿي ويو پر توهان وٽ انسان جيڪو الله جو ٺاهيل آهي اهو الله تعاليٰ جو همراز نٿو ٿي سگهي! حقيقت ۾ توهان پنهنجا ۽ پنهنجي مصنوعات (ٺاهيل شين) جا عاشق آهيو. نانگ جو پُڇ نانگ جي مٿي جي تابعداري ڪندو آهي. مشهور چوڻي آهي تہ ”جهڙا روح تهڙا ختمان!“ جيڏانهن مُنهن ويندو نانگ جو پُڇ بہ اوڏانهن ويندو.

حڪيم سنائي غزنوي پنهنجي ڪتاب ”الاهي نامي“ ۾ جيڪي ڳالهيون سمجهايون آهن اُنهن کي بيان ڪري هيءَ ڳالهہ ٻڌائي ٿو تہ ڪافرن جي محرومي ۽ انهن جي عجيب عقل تي تعجب جي ضرورت نہ آهي، ان ۾ الله تعاليٰ جون حڪمتون لِڪل آهن. اهوئي پنهنجي حڪمتن کي خوب سمجهي ٿو. الله تعاليٰ جي فيصلن ۾ وڌيڪ ڳالهيون بنائڻ بيڪار آهي. الله تعاليٰ هر ڪم مناسبت سان ڪيو آهي. الله تعاليٰ سيني عُضون ۽ بدنن ۾ خاص تناسب رکيو آهي. هر روح ۾ ان جي مناسب اوصاف پيدا فرمايا آهن. هر جان جون وصفون اُن جي مناسب پيدا فرمايون آهن. جڏهن الله تعاليٰ هڪ روح جي لاءِ صفتِ ڪفر پيدا فرمائي آهي تہ اها ئي صفت اُن جي مناسب هئي. تقدير جي قلم جيڪي حرف لکيا اُهي اُن شخص جي لاءِ مناسب هئا. انسان جي دل ۽ اک قدرت جي ٻن آڱرين جي قبضي ۾ آهن، قدرت جيڏانهن چاهيندي آهي انهن جو رُخ اوڏانهن موڙيندي آهي. جن آڱرين جي وچ ۾ دل جو قلم آهي، انهن مان هڪ قهر جي آڱر آهي ۽ ٻي مهر (رحم) جي آڱر آهي. دل کي هميشہ هن جي مدنظر رکڻ گهرجي تہ اها ڪنهن ذات جي قبضي ۾ آهي. انسان جون سڀ حرڪتون ۽ سڪنات اُن آڱر جي ڪري آهن. انسان ۽ انسان ۾ جيڪو فرق آهي اهو قيامت جي چوراهي تي ظاهر ٿيندو. انسان کي جيڪي حالات پيش اچن ٿا اهي تقدير جو قلم لکي ٿو. ڪن بزرگن چيو آهي تہ عَرَفْتُ رَبِّيْ بِفَسْخِ الْعَزَائِمِ ”مون پنهنجي پروردگار کي پنهنجي اِرادن جي ٽُٽڻ سان سُڃاتو.“ تقدير جي قلم لِکيل کان ڇوٽڪاري جو رستو فقط عاجزي ۽ گِريہ آهي. ڪُجهہ ماڻهو پنهنجي پنهنجي دل جي احوال سان

پنهنجي سُنائي ۾ برائي جو اندازو لڳائيندا آهن. سبا وارن رسولن ۾ خدا کي ڪليلہ ۾ دمنہ جي قصي واري سهي ۾ هاٿيءَ سان تشبيھ ڏني هئي.

**هن جو بيان تہ هر شخص کي اهو حق نہ آهي تہ الله بابت مثال بيان ڪري**

ڪے رسد تا ايں مثلها ساختن

سوئے آں درگاهِ پاڪ انداختن

ترجمو: ”انهن کي ڪهڙو حق ٿي پهتو جو مِثال گهڙي اُن پاڪ دربار ڏانهن منسوب ڪيائون.“

سبا وارن کي هي حق نہ هو تہ اهي اهڙي طرح جا مثال الله تعاليٰ جي لاءِ ٺاهين. صحيح مثال اهو ئي ڏئي سگهي ٿو جنهن کي مثال ۾ جنهن جي لاءِ اهو مثال آهي اُن کان پوري واقفيت هجي. گنجو جيڪڏهن وارن ۾ مُنهن جو مثال بيان ڪري تہ اهو لامحالہ غلط هوندو. ڇاڪاڻ تہ اهو خود وارن جي حقيقت کان ناواقف آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام جهڙو نبي پنهنجي لٺِ جي حقيقت کان ناواقف هو. اهو ان کي فقط لٺِ سمجهندو هو حالانڪہ اها ارڙ نانگ هئي. اُن ڇَپ چوريا تہ اُن تي راز مُنڪشف ٿيو. جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام جو علم بہ ناقص آهي تہ پوءِ توهان انهن نفساني خواهش جي حقيقت جيڪي اصل ۾ شيطاني دام ۾ داٿو آهن ڪيئن ٿا سمجهي سگهو؟ غلط مثال ڏيڻ خود مثال ڏيڻ واري جي تباهي جو سبب بنبو آهي. شيطان چيو هو تہ خَلَقْتَنِيْ مِنْ نَّارٍ وَّ خَلَقْتَهٗ مِنْ طِيْنٍ (١٢) (الاعراف-١٢) ”اي الله! تو مون کي باھ مان ٺاهيو ۽ آدم عليه السلام کي مٽيءَ مان بنايو“، انهيءَ ڪري آئون ان کان افضل آهيان پوءِ ان کي سجدو ڇو ڪريان؟ قارون کي چيو ويو تہ الله تعاليٰ توکي جيڪا دولت ڏني آهي اُن جي ذريعي آخرت جو طالب ٿيءُ! تڏهن اُن چيو اِنَّمَآ اُوْتِيْتُهٗ عَلٰى عِلْمٍ (القصص-٧٨) ”اها دولت منهنجي علم ۽ تدبير سان مون کي حاصل ٿي آهي.“ ان ۾ ڪنهن ٻئي جو ڪهڙو دخل آهي. نمرود خدائي جي دعويٰ ڪئي ۽ چيائين اَنَا اُحْيٖ وَاُمِيْتُ (البقره-٢٥٨) ماڻهن جو موت ۽ زندگي منهنجي قبضي ۾ آهي. قارون کي زمين ڳيهي ويئي. نمرود جو مٿو مڇر ڪاڏو ۽ فرعون چيو تہ اَنَا رَبُّكُمُ الْاَعْلٰى (٢٤) (النّٰزعٰت-٢٤) ”آئون توهان جو وڏو خدا آهيان“ ۽ فرعون دريا ۾ ٻُڏو. حضرت هود عليه السلام سان انهن ماڻهن غلط ڳالهيون ڪيون تہ طوفان سان هلاڪ ٿيا. مطلب تہ غلط مثالن ۽ غلط دليلن سان قومون تباھ ٿيون آهن. تون انهن جي مثالن کي ڪانگ ۽ چِپ سمجھ، ڇاڪاڻ تہ اهي تباهي ۽ نحوست جون نشانيون آهن.

**نوح عليه السلام جي قوم جو حضرت نوح عليه السلام کي ٻيڙي بنائڻ وقت مذاق ۾ مثال بيان ڪرڻ**

بزرگ پهريان ٻڌايو تہ غلط دليلن سان قومون تباھ ٿيون آهن، هاڻي اُن کي مثال سان سمجهائي ٿو.

نوحؑ اندر باديہ ڪشتي بساخت

صد مثل گو از پئے تسخر بتاخت

ترجمو: ”(حضرت) نوح عليه السلام جهنگ ۾ ٻيڙي بنائي. سوين مثال ڏيڻ وارا ۽ چٿرون ڪرڻ وارا پهچي ويا.“

ٻيڙيءَ جي اُتي ضرورت هوندي آهي جتي درياء هجي، هتي سُڪل جهنگ آهي، اُن ۾ نوح ٻيڙي ڇو ٺاهي رهيو آهي؟ ڪو چوي پيو تہ اها ٻيڙي خُشڪي ۽ سُڪيءَ ۾ ڊوڙائڻ لاءِ آهي، انهيءَ ڪري اُن کي جهنگ ۾ ڊوڙائيندو ۽ ڇون پيا تہ هن ٻيڙيءَ ۾ پَرَ لڳاءِ تان تہ اُڏامي سگهي. پاڻي تہ موجود نہ آهي جو اُن ۾ هلندي. مذاق ۾ ڪو حضرت نوح عليه السلام کي چوي پيو تہ هن جو پٺيون حصو ٽيڏو آهي، ڪو چوي پيو تہ پُٺ آڏي آهي. ڪو مذاق ۾ چوي پيو تہ هن ۾ گڏھ جو پلاڻ ڪٽي آهي. ڪو چوي پيو تہ هن جا پاوا آڏا آهن. ڪو اُن کي گڏھ قرار پيو ڏي، حضرت نوح عليه السلام سيني کي جواب ڏيندو رهيو تہ ٻيڙي خدا جي حُڪم سان بنائي رهيو آهيان ۽ توهان جي مذاق ڪرڻ سان هن ۾ ڪا ڪوتاهي نہ ڪندس.

## چور جي حڪايت

حضرت نوح عليه السلام قوم کي فرمايو هو ته
اِنْ تَسْخَرُوْا مِنَّا فَاِنَّا نَسْخَرُ مِنْكُمْ كَمَا تَسْخَرُوْنَ (هود-٣٨) "جهڙي طرح اڄ توهان اسان تي چٿرون ڪري رهيا آهيو، آئنده ڏسجو اسين توهان تي ٺوڪون ڪنداسون. ان مناسبت سان بزرگ رومي رحمة الله عليه هيءَ حڪايت نقل ڪئي آهي.

*اين مثل بشنو که شب دُزدِ عنيد*

*در بُنِ ديوار حُجره مي بُريد*

ترجمو: "هيءَ مثال ٻڌ ته رات جو هڪ سرڪش ڪاٽڙيو. ديوار جي پاڙ وٽان ڪاٽ هڻي رهيو هو."

هڪڙو بيمار شخص چور جي ڪَٽ ڪَٽ جي آواز کي ٻُڌي رهيو هو. بيمار گهر جي ڇت تي چڙهيو ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري چور کي چيائين: تون ڪهڙي ڪم ۾ لڳل آهين؟ خير ته آهي اڌ رات جو تون ڪهڙو ڪم ڪري رهيو آهين؟ ۽ تون ڪير آهين؟ چور چيو: آئون دُهل وڄائي رهيو آهيان. همراهه پڇيو ته مُختلف طريقن وارو آواز ڪونه ٿو ٻڌجي؟ لٽيري چيو: تنهنجو سڀ لُٽجي ويندو ۽ جڏهن تون واويلا ڪندين، اهو ئي منهنجي دُهل جو آواز هوندو جيڪو تون ٻُڌندين. جڏهن آئون چوري ڪري وٺندس تڏهن توکي سڀ ڪجهه معلوم ٿي ويندو. نبين فرمايو ته توهان ماٺهو غلط مثال ڏيئي رهيا آهيو. هڪ غلطي اها آهي ته اهو مثال خود فرضي آهي، ٻي غلطي هي آهي ته ان افسانې ۽ فرضي قصي جي حقيقت کي نٿا سمجهو.

## سهي جي قاصد بنجڻ جو مثال ۽ جيڪو مُنڪرن بيان ڪيو اُن جو جواب

هاڻي بزرگ رومي رحمة الله عليه ان قصي جو حقيقي مطلب سمجهائي ٿو.

*سِرّ آن خرگوش دان دِيو فضول*

*که به پيشِ نفسِ تو آمد رسول*

ترجمو: "اُن سهي جو راز سمجهه، جو اهو نالائق شيطان آهي جيڪو تنهنجي نفس اڳيان قاصد بنجي آيو آهي."

سهي مان مُراد شيطان آهي ۽ هاٿيءَ مان مُراد انساني نفس آهي. پاڻيءَ مان مراد آبِ حيات آهي جيڪو حضرت جعفر عليه السلام حاصل ڪيو هو. مطلب ته شيطان نفس کي گمراهه ڪري آبِ حيات کان محروم ڪندو آهي. سبا وارن هن قصي کي اُلٽو ڪري سَهن مان انبياء مراد ورتا. انبيائن کي ڏوڪيباز سهي سان تشبيهه ڏيڻ ڪفر آهي. ان قصي ۾ توهان آسمان جي چنڊ کي الله تعاليٰ سان تشبيهه ڏني. اها تشبيهه انتهائي غلط آهي. آسمان جو چنڊ ڇا الله تعاليٰ سان مُشابهه ٿي سگهي ٿو؟ سڀ مخلوقات چاهي چنڊ هجي يا سج يا ٻيو ڪجهه، اها خالق سان ڪيئن مُشابهه ٿي سگهي ٿي!؟ سڀ جهان اُن جو محڪوم آهي.

الله تعاليٰ جي ذات کي سج سان تعبير ڪرڻ به دُرست نه آهي. توهان جي ڪهڙي حقيقت آهي، انبيائن جي ناراضگي گهڻن شهرن جي تباهي جو سبب بني آهي، اُن جي ڪري جبل ڦاٽا آهن. سج چرخيءَ جي گڏهه وانگر انهن جو طواف ڪري ٿو. مردانِ خدا جي ڪاوڙ ڪڪر کي سُڪايو ڇڏي. اهل دل جي ڪاوڙ جهانن کي تباهه ڪريو ڇڏي. حضرت لوط عليه السلام جي ناراضگيءَ سان ڳوٺ ويران ٿيا، ابرهه جي هاٿين جو لشڪر ابابيلن جي پٿرين سان هلاڪ ٿيو. حضرت نوح عليه السلام جي ناراضگيءَ سان قوم تي پاڻيءَ جو طوفان آيو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي ناراضگيءَ سان فرعون جي قوم کي حضرت جبرئيل عليه السلام درياءَ ۾ غرق ڪيو. حضرت صالح عليه السلام جي اُٺ کي ذبح ڪرڻ جي ڪري رڙ ۽ دانهن جي عذاب سان هلاڪ ٿيا، حضرت هود عليه السلام جي نافرمانيءَ سان واءَ جي طوفان سان تباهه ٿيا. انهن سيني ٻُڌل

ڏِنل ڳالهين کي اڻ ڏٺو بنائي رهيا آهيو پر موت توهان جون اکيون چڱي طرح کولي ڇڏيندو. جڏهن انسان پنهنجو پاڻ کي انڌو بنائي ته اهو نور کان محروم رهندو آهي. جيڪڏهن ڪو پنهنجو پاڻ کي کوهه ۾ ڪيرائي دنيا جي وُسعت کان محروم ٿي وڃي ته اُن ۾ دنيا جو ڪهڙو قصور آهي!

انبيائن جي معجزن سان غير ذي روح به متاثر ٿيا آهن پر سنگدل انسان متاثر نٿو ٿئي. عقل ۽ انصاف هجي ته انسان حقيقت کي سمجهي وٺي ٿو. سبا وارا عقل انصاف کان ٻوڙا آهن. وري بزرگ رومي رحمة الله عليه سبا وارن کي خطاب ڪري چوي ٿو ته انهن شريف رسولن جو چوڻ مڃو اهي خدا جا عاشق آهن. انهن جي تصديق ڪريو اهي مُجسم نور آهن. انهن جي تابعداري قيامت جي رُسوائين کان بچائيندي، لامحاله قيامت جي ڏينهن اسان کي انهن ماڻهن جي اڳيان وڃڻو آهي. جيڪڏهن دنيا ۾ چوڻ نه مڃيندؤ ته اُتي ڪم نه هلندو. اهي رسول ايتري قدر مُخلص آهن جو اهي توهان کان ڪنهن پلائيءَ جو اجورو به نٿا وٺن پر توهان خود گمراهه آهيو ۽ ٻين کي گمراهه ڪري رهيا آهيو. توهان هي اعتراض ڪندا ته اسين فارسي ڳالهائڻ وارا آهيون، اسين عربي زبان نٿا سمجهون ته آئون عربيءَ ۾ نصيحت ڪرڻ بند ڪريان ٿو ۽ فارسيءَ ۾ ئي نصيحت ڪريان ٿو.

انبياء جيڪي ڪُجهه خدا جي باري ۾ شاهدي ڏيئي رهيا آهن انهن کي ٻڌو، آسمان به انهن جي فرمان جا تابع آهن، توهان به تابع بنجي وڃو. الله تعاليٰ جي اطاعت جون به صورتون آهن. هڪ هي آهي ته اڳوڻن نافرمانن جو انجام ڏسو يا آخرت جي معاملي ۾ پُختہ ڪاري، احتياط ۽ هوشياري کان ڪم وٺو.

**پُختہ ڪاري جي معنيٰ جو بيان ۽ پُختہ ڪار انسان جو مثال**

حزم چہ بُوَد در دو تدبیر احتیاط

از دو آں گیری کہ دور ست از خباط

ترجمو: ”پُختہ ڪاري ڇا هوندي آهي؟ ٻن (شين) ۾ احتياط جي تدبير. تون ٻنهي مان اها اختيار ڪر جيڪا لغزش کان پري آهي.“

هڪڙو ماڻهو چوي ته هن رستي ۾ ستن ڏينهن تائين پاڻي نه آهي ۽ پيرن ساڙڻ واري مِٽي آهي. ٻيو چوي ته اهو ڪوڙ آهي، تون هر رات وهندڙ چشمو ڏسندين. اهڙي حالت ۾ احتياط هيءُ آهي ته تون پاڻ سان پاڻي کڻ، تان ته پاڻي نه مِلڻ جي خوف مان نجات لهين. حزم ۽ احتياط جي تقاضا هيءَ آهي ته آخرت جي لاءِ اعمال صالح جو ثمر پاڻ سان کڻ، جيڪڏهن نعوذ بالله آخرت جو معاملو افسانو به آهي ته اعمال صالح ڪرڻ ۾ ڪو نقصان ته بهرحال نه آهي ۽ جيڪڏهن آخرت جو معاملو حقيقت ثابت ٿيو ته اهي اعمال صالح ڪم ايندا ۽ جيڪڏهن قيامت حقيقت ٿي ۽ چڱن عمل جو ثمر به ساڻ نه هوندو ته لامحاله تباهي آهي. انهيءَ ڪري حزم اهو ئيآهي ته نيڪ ڪم ڪيا وڃن. اهو ئي مضمون حضرت علي ڪرم الله وجهہ هڪ دهريي جي مقابلي ۾ پيش ڪيو هو. اهو شيطان جنهن حضرت آدم عليه السلام سان دشمني ڪئي ۽ کين بهشت مان ڪڍايو، حضرت آدم عليه السلام پنهنجي لغزش تي ايتري قدر رُنو جو لُڙڪن ڪرڻ سان زمين تي گاهه ڦُٽي پيو، ان شيطان جي شر کان بچو. جيئن ته اهو توهان کي نظر نٿو اچي، انهيءَ ڪري اُن جي مارڻ لاءِ فقط لاحول جي تلوار ڪم ڏيئي سگهي ٿي. شيطان به هن طرح شڪار ڪندو آهي جو نفساني شهوتن جو داڻو اُڇلائيندو آهي ۽ پاڻ لِڪي ويندو آهي. اهو نامُمڪن آهي جو داڻو چُڳي وٺو ۽ جار ۾ نه ڦاسو! انهيءَ ڪري داڻي کي ڏسي به ڇڏيو. جيڪو شيطاني لذت کان بچندو اهو جنت جي باغن مان غذائون حاصل ڪندو. اهو انسان قابلِ مبارڪباد آهي جيڪو شيطان جي داڻن کان بچي ويو.

## اُن پکيءَ جي تباهي جنهن حرص ۽ لالچ جي ڪري پُختہ ڪاري ڇڏي ڏني

باز مُرغے فوقِ ديوارے نشست

ديده سوئے دانہ و دامے بہ بست

ترجمو: ”وري اهو پکي جيڪو هڪ ديوار تي ويٺو، داڻي ۽ دام ۾ اک هڻي.“

هن قصي ۾ ٻن پکين جي حالت بيان ڪئي ويئي آهي: هڪڙو اهو پکي آهي جيڪو حرص ۽ لالچ ۾ عقل وڃائي ويهي ٿو ۽ داڻي جي لالچ ۾ ڄار ۾ ڦاسي وڃي، ان جو انجام اهو آهي تہ اهو شڪاريءَ جي پيٽ ۾ ويو. ٻيو اهو پکي آهي جنهن داڻي جي لالچ نہ ڪئي ۽ ڄار مان ڇوٽڪارو حاصل ڪيائين. انهيءَ ڪري انسان کي اُن مان عبرت حاصل ڪرڻ گهرجي ورنہ اهوئي حال ٿيندو جيڪو لالچي پکيءَ جو ٿيو، پوءِ اهو ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ وارو پکي ٻين پکين جو سردار بڻجي وڃي ٿو. جيڪو پکي ان هوشيار پکيءَ کي امام بڻائيندو اُن کي امن ۽ آزادي حاصل ٿيندي. ان پکيءَ جي دل پُختہ ڪارن جي بادشاهہ ثابت ٿي. انسان کي بہ ان محتاط پکيءَ جو ڪم ڪرڻ گهرجي. الله تعاليٰ جو حڪم آهي تہ جهڙو ڪندا اهڙو ڀريندا. الله تعاليٰ هر ڪم سان گڏ اُن جي بدلي جو جوڙ لڳايو آهي. نر ماديءَ مان جيڪڏهن هڪ کي سڏيندؤ تہ ٻيو خود توهان وٽ هليو ايندو. جيڪڏهن ڪو شخص نر کي پڪڙيندو آهي تہ اُن جي مادي نَر جي تلاش ۾ خود پُهچي ويندي آهي پر انسان توبهہ ڪرڻ ڪانپوءِ وري گناهہ ڪري ٿو ۽ توبهہ کي ٽوڙي ڇڏي ٿو. الله وري بہ توبهہ کي قبول ڪندو آهي. اي پروانا! شڪ نہ ڪر، پتنگ روشنيءَ جو عاشق هوندو آهي. اهو شخص جيڪو گناهن تي فريفتہ آهي اُن کي تباهہ ٿيل قومن کي ڏسڻ گهرجي. توبهہ جو شڪريہ تہ هي آهي تہ وري ڪڏهن معصيت ۽ گناهہ ڏانهن رُخ نہ ڪيو وڃي. شڪر نعمت جي وڌڻ جو سبب آهي. سزا کان بچڻ جي نعمت کي هميشہ ياد رکڻ گهرجي. انسان جڏهن توبہ ڪري ٿو تہ خدا کي پُڪاريندو آهي ۽ چوندو آهي تہ آئون عبادت ڪندس ۽ اُن ۾ احسان جي صفت پيدا ڪندس پر جڏهن ڪيس مصيبت کان ڇوٽڪارو ملي وڃي ٿو وري ٻهرين وانگر بدڪار بڻجي وڃي ٿو.

## ڪُتن جو هر سياري ۾ اهو ارادو ڪرڻ تہ جڏهن گرمي ايندي تڏهن اهي سياري جي لاءِ گهر بنائيندا

هِن حڪايت جي منشا هيءَ آهي تہ بدڪاريءَ جي اها عادت ڪُتي جي عادت سان مُشابهہ آهي

سگ زمستاں جمع گرود استخوانش

زخم سرما خُرد گرواند چنانش

ترجمو: ”سياري ۾ ڪتي جون هڏيون گڏ ٿي ويندڀون آهن. سياري جي تڪليف اُن کي صفا سوڙهو ڪريو ڇڏي.“

ڪُتا سياري ۾ سيءُ جي تڪليف جي ڪري ڪمزور ٿي ويندا آهن. سياري ۾ ڪُتو سوچيندو آهي تہ گرميءَ ۾ پاڻ لاءِ پٿر جو گهر بنائيندس تان تہ ايندڙ سياري کان محفوظ رهان. گرميءَ جي زماني ۾ سياري جي تڪليف ختم ٿي ويندي آهي، پوءِ هڏين ۽ ڪل ۾ جان پيدا ٿي ويندي آهي. گرمي جي زماني ۾ ڪتو ٿلهو ٿي ويندو آهي، پوءِ ڀاڃي ۾ آرام سان سُمهندو آهي. هاڻي اُن ڪتي جا خيالات بدلجي ويندا آهن ۽ سوچڻ لڳندو آهي تہ آئون تہ اهڙو ٿُلهو آهيان جو ڪنهن گهر ۾ ماپي ڪونہ سگهندس. انسان جو حال بہ اُن ڪتي جهڙو آهي. جڏهن انسان ڪنهن مصيبت ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي تڏهن توبهہ جي ذريعي آرام گاهہ بنائڻ جو سوچيندو آهي پر مصيبت کان نجات حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ وري پنهنجي توبهہ کي وساري ڇڏيندو آهي. الله تعاليٰ جي نعمتن تي اُن جو شُڪريو ادا ڪرڻ نعمت کان بہ وڌيڪ سُٺو آهي. شڪر گذار ٻانهو الله تعاليٰ جي خوشنودي حاصل ڪري وٺندو آهي. شڪر ۽ نعمت ۾ اها ئي نسبت آهي

جيڪا بدن ۾ روح ۾ آهي. نعمت جو خاصو تہ غفلت آهي ۽ شُڪر جو خاصو خدا آگاهي آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي لَئِنْ شَكَرْتُمْ لَاَزِيْدَنَّكُمْ (ابراهيم-٧) ”جيڪڏهن توهان شڪر ڪندؤ تہ اسين نعمتن ۾ اضافو ڪنداسون. الله تعاليٰ جنهن ڪي شڪر جي نعمت عطا فرمائيندو آهي، اهو وڏو ۽ بي نياز بنجي ويندو آهي ۽ دولت ڪي فقيرن ۾ ورهائيندو آهي. الله جي طرفان اهڙيون غذائون حاصل ڪندو آهي جنهن جي ڪري اهو تن پروري ۽ ماڻهن جو دروازو ڪڙڪائڻ کان مٿانهون ٿي ويندو آهي. شُڪر وڏيڪ نعمتن جو سبب آهي. الله تعاليٰ جي نعمتن جو ڪفر انسان ڪي ڪافر بنائي ڇڏيندو آهي.

**مُنڪرن جو انبياء عليهم السلام ڪي وعظ، نصيحت کان روڪڻ لاءِ جبرين وانگر تدبيرون ڪرڻ**

جبريہ اهو فرقو آهي جيڪو انسان ڪي پنهنجي ڪمن ۾ مجبور ۽ مضطر قرار ڏئي ٿو.

*قوم گفتند اے نصوحاں بس بُود*

*انچہ گفتیدار دریں دہ کس بُود*

ترجمو: ”قوم چيو: اي نصيحت ڪرڻ وارؤ! ڪافي ٿيو جيڪي ڪجھ توهان چيو، جيڪڏهن ان ڳوٺ ۾ ڪو بااختيار هجي.“

جيڪڏهن اسين اختيار ۾ هجون تہ توهان جي نصيحت تمام گهٽي ۽ ڪافي هئي. جڏهن الله تعاليٰ اسان جي دلين تي مُهر لڳائي ڇڏي آهي تہ پوءِ الله تي ڪير غالب اچي سگهي ٿو! جڏهن خدا اسان ڪي مُنڪر بنايو آهي تہ هاڻي اسين ڪنهن جي گفتگو سان مومن ڪيئن بنجي سگهون ٿا. جيڪڏهن ڪو پٿر مان لعل بنجڻ جو چوي، يا پراڻي مان نئون بنجڻ جو چوي يا مِٽيءَ ڪي پاڻي بنجڻ جو حڪم ڪري. پاڻيءَ ڪي ماکي يا کير بنجڻ جو حڪم ڏي. ڪوٽي ڪي خالص سون بنجڻ جو چوي يا ڪوٽي ڪي اڪسير ۽ قيمتي بنجڻ جو حڪم ڏي! اهو سڀ ڪجھ چوڻ بيڪار آهي، ڇاڪاڻ تہ جن صفتن تي الله تعاليٰ جن شين ڪي پيدا فرمايو آهي انهن ۾ تبديلي نامُمڪن آهي. الله تعاليٰ آسمان ۾ گُهمڻ ۽ صفائي جي صفت پيدا فرمائي آهي، پاڻي ۽ مِٽيءَ ۾ ڪدورت ۽ نشونما جي صفت پيدا فرمائي آهي، آسمان مُڪدر ۽ خراب نٿو ٿي سگهي. پاڻي ۽ مِٽي مصفا نٿا ٿي سگهن. هر شيءِ جو هڪ حصو مقرر ڪري ڇڏيو اٿس، اُن ڪي اهو ئي حاصل ٿيندو. تنهنجي ڪوشش سان جبل نهي پوندو ڇا!؟

**جبرين ڪي انبياء عليهم السَّلام جو جواب ڏيڻ**

*انبیاء گفتند کارے آفرید*

*وصفہائے کہ نہ تاں زاں سر کشید*

ترجمو: ”انبيائن چيو تہ هائو، هُن اهڙيون صفتون پيدا فرمايون آهن جو توهان انهن کان روگرداني نٿا ڪري سگهو.“

انبيائن فرمايو تہ صفتون ٻن قسمن جون آهن: هڪ ۾ تبديلي نامُمڪن آهي ۽ ٻئي ۾ تبديلي ممڪن آهي. هڪ شيءِ ۾ مبغوض هجڻ جي صفت هوندي آهي، وري اها شيءِ محبوب بنجي ويندي آهي تہ اها اُن جي صفت بدلجي ويئي. پٿر پنهنجو پٿرپڻو ڇڏي سون بنجي وڃي تہ اهو مُمڪن نہ آهي تہ ٽامون سون بنجي سگهي ٿو. ريتيءَ ۾ گل و گلزار بنجڻ جي صلاحيت نہ آهي پر مٽي گل و گلزار بنجي سگهي ٿي. اهڙي طرح ڪي بيماريون لاعلاج آهن ۽ ڪي بيماريون قابل علاج آهن. پيدائشي گونگو يا پيدائشي نڪ جو ڦڏو ٿيڻ يا پيدائشي انڌو هئڻ ناقابل علاج آهن پر مٽي جي سور ۽ لقوه جو علاج ٿي سگهي ٿو. اهي دوائون بيمارين جو ازالو ڪن ٿيون. انهن دوائن ۽ مرض ۾ مناسبت آهي. جيئن حديث شريف ۾ آهي تہ مَا اَنْزَلَ اللّٰهُ دَاءً اِلَّا اَنْزَلَ لَهٗ، دَوَاءً ”خدا ڪا بيماري اهڙي ڪونہ بنائي آهي جنهن جو علاج نہ هجي.“ تلاش ۽ جستجو ضروري آهي.

مُنڪرن جو جبرين جي دليلن ڪي دُهرائڻ

قوم گفتند اے گروه ایں رنج ما
نیست زاں رنجے کہ بپذیرد دوا

ترجمو: ”قوم چيو: اي جماعت! اسان جو اهو مرض اهو مرض نہ آهي جيڪو دوا جو اثر قبول ڪري.“

سبا وارن چيو تہ جيڪڏهن اسين تسليم بہ ڪريون تہ ڪن وصفن ۾ تبديلي ۽ ڪن بيمارين جو علاج مُمڪن آهي تہ بہ اسان جي وصف ۽ مرض ناقابل علاج آهي. اسان جي مرض لاعلاج هئڻ جي نشاني هيءَ آهي تہ سالن کان توهان نصيحت ڪري رهيا آهيو پر اسان جي دل تہ اجان وڌيڪ سخت ٿي رهي آهي. جيڪڏهن اهو مرض قابل علاج هجي ها تہ ڪجھ فائدو ٿئي ها. جڏهن جِگر ۾ سُده جي بيماري لڳي ويندي آهي تہ پاڻي جِگر تائين نہ پهچندو آهي ۽ هٿي پاسي هليو ويندو آهي ۽ اُڃ ڪونہ اُجهامندي آهي، هٿن ۽ پيرن تي سوج اچي ويندي آهي. ان صورت ۾ پاڻي اُڃ اُجهائڻ بجاءِ مرض ۾ اضافو ڪندو آهي.

انبيائن جو وري جبرين کي جواب ڏيڻ

انبیاء گفتند نومے دی بدست
فضل و رحمتہائے باری بیحدست

ترجمو: ”انبيائن چيو تہ نااُميدي بُري آهي، الله تعاليٰ جو فضل ۽ رحمتون بي انتها آهن.“

انبيائن ڪين چيو تہ الله تعاليٰ جي رحمت مان نااميدي بُري ڳالھ آهي. گهڻا معاملا شروع ۾ ڏکيا نظر ايندا آهن پوءِ آسان ٿي ويندا آهن. نااميدي ڪانپوءِ اميدون پيدا ٿي ويندون آهن. اونداهين ڪانپوءِ روشنيون ظاهر ٿينديون آهن. اسان ڪي بہ تسليم آهي تہ توهان سنگ دل بنجي ويا آهيو ۽ توهان دل ۽ ڪنن تي تالا لڳائي ڇڏيا آهن پر هيءَ بہ سمجهو تہ تبليغ رسالت ۾ اسان ڪي توهان جي قبول ڪرڻ ۽ انڪار سان ڪوبہ بحث نہ آهي، اسين تہ الله تعاليٰ جي حڪم جي تعميل ڪريون ٿا. اسين هن لاءِ زنده آهيون تہ انجي حڪم جي پابندي ڪريون. جيڪڏهن اهو واريءَ ۾ ٻج پوکڻ جو فرمائيندو تہ واريءَ ۾ ٻج پوکينداسون، چاهي اهو نہ ڦٽي. جيئن تہ الله جو اسان ڪي حڪم آهي تہ توهان ڪي اسين تبليغ ڪريون، انهيءَ ڪري رياءَ ڪان سواءِ توهان ڪي احڪام پهچائي رهيا آهيون. اسان ڪي هن سان ڪوبہ مطلب نہ آهي تہ ڪو اسانجي ڳالھ قبول ڪري يا رد ڪري، اسين الله تعاليٰ جي لاءِ تبليغ ڪريون ٿا ۽ ان ڪم جي مزدوري اُن ڪان وٺنداسين. اسين تہ ان جي لاءِ ماڻهن جي دشمني ڪٽي رهيا آهيون. تبليغ ۾ ناڪامي اسان جو رستو نٿي روڪي سگهي. گرفتہ دل اهو ٿيندو آهي جيڪو يار ڪان رُٺل هجي. اسان ڪي هر وقت قُربِ الاهي حاصل آهي. اسانجو محبوب الله تعاليٰ آهي، اهو اسان سان گڏ آهي، ان جون رحمتون اسان تي هر وقت قربان ٿي رهيون آهن. اسانجون دليون انجي محبت سان گلزار آهن ۽ اسين هر وقت تروتازه آهيون. جڏهن روحانيت جو غلبو ٿي ويندو آهي تڏهن زمان ۽ مڪان جي قيد مان رهائي ٿي ويندي آهي. جسم زمان ۽ مڪان جو پابند هوندو آهي. اصحاب ڪهف تي روحانيت جو غلبو هو تہ انهن جي لاءِ ٽي سئو نَو سال هڪ ڏينهن جي برابر هئا. اصحاب ڪهف چيو هو تہ اسين ان حالت ۾ هڪ ڏينهن ۽ ڏينهن جو ڪُجھ حصو رهيا آهيون. جيڪڏهن روح زمان ۽ مڪان سان قيد نہ آهي تہ انجي لاءِ روح ڪي نہ پيري آهي ۽ نہ ٿڪاوٽ آهي. هن جهان جي مستي قُربِ الٰهي جي ڪري آهي، ٻاڪاڻ تہ جنهن ماڻهو، ڪنهن شيءِ ڪي چکيو نہ هجي اهو ان جو ذائقو نٿو ڄاڻي سگهي. اها مستي وهمي نہ آهي ٻاڪاڻ تہ وهمي ڪيفيت زائل ٿي ويندي. جهڙي طرح دوزخ ۽ جنت ۾ بُعد ۽ دوري آهي، دوزخي جنت جو تصور بہ نٿو ڪري سگهي، اهڙي طرح دنيا

وارن جي مستي ۾ بُعد ۽ دوري آهي. دنيادار ان مستي کي سمجهي ئي نٿو سگهي. سبا وارن کي بزرگ چوي ٿو ته پنهنجي تباهي نه ڪريو، هدايت حاصل ڪريو. هدايت حاصل ڪرڻ ۾ جيتري قدر مصيبتون هونديون آهن اهي انبياء برداشت ڪندا آهن. قوم مُجاهدي ڪانسواءِ انهن کان هدايت حاصل ڪندي آهي. انبيائن جي اطاعت ڪرڻ وارا چوٽڪارو لهندا آهن ۽ جيڪي مُنڪر هوندا آهن اهي ابدي عذاب ۾ مبتلا ٿي ويندا آهن. نبي هدايت جا ستارا آهن.

### قوم جو انبيائن تي ساڳيو اعتراض وارڻ

قوم گفتند ارشما سعدِ خوديد
نحسِ مائيد و منديد و مُرتديد

ترجمو: "قوم چيو ته جيڪڏهن توهان پنهنجي لاءِ نيڪ بخت آهيو ته اسان جي لاءِ بدبخت، مخالف ۽ مرتد آهيو."

انبيائن پنهنجو پاڻ کي سعادت جو ستارو قرار ڏنو هو. قوم چيو ته توهان جي سعادت توهان جي لاءِ هوندي، اسان جي لاءِ ته توهان نحس آهيو توهان جي نحوست هيءَ آهي جو اسين فڪرن کان خالي هئاسون توهان اسان کي فڪرمند بنائي ڇڏيو. توهان جي وجود سان اختلاف ٿي ويو. اڳ ۾ اسين سڀ پاڻ ۾ متفق هئاسون اسين ڪنڊ ڪائڻ وارا طوطا هئاسون، اوهان جي ڪري عذاب، نحوست ۽ غم وڌيو آهي.

### انبيائن جو اُنهن کي وري جواب ڏيڻ

انبياء گفتند فالِ زشت و بدِ
از ميانِ جانِ تاں وارد مدَد

ترجمو: "انبيائن چيو ته سُٺو ۽ بُرو سنوڻ توهان جي جان ذريعي مدد حاصل ڪري ٿو."

انبيائن چيو ته اهي سڀ بُرايون جيڪي توهان بيان ڪيون آهن، انهن جو سبب اسين نه آهيون، توهان خود آهيو. اسين ته توهان کي اِن عذاب کان ڊيڄاريون ٿا جيڪو سچ پچ توهان تي ٿيڻ وارو آهي. اسان جو مثال ان شخص جهڙو آهي جيڪو ڪنهن اُن ماڻهوءَ کي سُجاڳ ڪري، جنهن تي نانگ حملي آور ٿي رهيو هجي، توهان جو مثال هي آهي ته اهو شخص جنهن تي نانگ حملي آور آهي تنهن کي سجاڳ ڪرڻ کي بُرو چوڻ لڳو ٿا. نبي اڪين سان اُن عذاب کي ڏسي ٿو جيڪو مُنڪرن تي نازل ٿيڻ وارو هوندو آهي. توهان جو مثال اُن بيمار جهڙو آهي جنهن کي ڊاڪٽر نقصان وارين شين ڪائڻ کان روڪي ۽ مريض وري الٽو ڊاڪٽر تي الزام مڙهي. توهان جو مثال ان شخص جهڙو آهي جنهن کي نجومي بري گهڙي کان بچائڻ چاهي ۽ اهو اُلٽو نجوميءَ تي الزام لڳائي. نجوميءَ جي ڳالهه سوين دفعا ڪوڙي نڪري ٿي پر پوءِ به هن احتمال سان ته شايد اها ڳالهه صحيح هجي توهان نجومي جو چيو مڃيو ٿا پر اسان جون پيشن گويون بلڪل صحيح هونديون آهن انهن کي توهان تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نٿا ٿيو. نجومي ۽ ڊاڪٽر خالي گمان سان ڳالهه چون ٿا، اسين ته مُشاهدو ڪري چئي رهيا آهيون. انبيائن چيو ته اسين عذاب جي باهه ۽ دونهون اکين سان ڏسي ٻڌائي رهيا آهيون پر توهان اسان جي انهن ڳالهين کي بدفالي سمجهي رهيا آهيو. منڪرن جو وجود خود بد فال آهي. توهان جو مثال هي آهي ته عذاب جو نانگ توهان جي پويان آهي. هڪ شخص ماڙيءَ تان ان کي ڏسي توهان کي آگاهه ڪري رهيو آهي پر توهان ڪيس چئو ٿا ته اسان کي نانگ جي ڳالهه ٻڌائي غمگين نه ڪر. مجبورن خطري کان آگاهي ڏيڻ وارو اهو چوندو ته خراب ڳالهه کي درگذر ڪريو ۽ توهان خوش رهو. جڏهن اهو نانگ ڏنگ هڻندو پوءِ سڀ خوشيون ڪڙيون ٿي وينديون. پوءِ تون ٻڌائڻ واري کي چوندين ته منهنجي غم ۾ ڪپڙا ڦاڙي مونکي خبردار ڪرين ها ته آئون مجي وڻان ها يا مون مٿان پٿر اُڇلائين ها ته خبردار ٿيان ها. جواب ۾ اهو چوندو ته تون منهنجي ڳالهه

سان آزرده ٿيندو هئين. اهو جواب ڏيندو ته آئون هاڻي کهڙو خوش آهيان. آگاهي ڏيڻ وارو چوندو ته مون شرافت کان ڪم ورتو هو، توکي مصيبت کان بچائڻ لاءِ نصيحت ڪئي هئي پر تو ڪميڻپ ڪئي، ان نصيحت جو قدر نه ڪيو، ويتر اُن کي ايذاء رساني ۽ سرڪشي جو سبب بنايو. ڪميڻن جو اهو طريقو آهي جو توهان انهن سان ڀلائي ڪريو ته اهي ان جي بدلي ۾ توهان سان بُرائي ڪندا. انسان جو نفس به اهڙو ئي ڪميڻو آهي جو ان سان ڀلائي ڪرڻ ۽ انکي مضبوط بنائڻ مناسب نه آهي، ان کي تڪليفن ۽ مُجاهدن سان ڪمزور بنايو. ڪنهن شريف سان شرافت ڪندا ته اهو ستر دفعا شرافت ڪندو آهي، ڪميڻي تي ظُلم ڪندؤ ته پوءِ اهو اطاعت ڪندو. ڪافر ائين ئي ڪندا آهن جو دنيا ۾ انهن کي الله تعاليٰ جون نعمتون مليون ته ڪفر وڌايائون. دوزخ جي عذاب ۾ خدا کي ميجيندا ۽ پُڪاريندا. ڪميڻا ظالم سان سڌا آهن، شريف تي ظلم ڪندا آهن.

### دوزخ ۽ قيدخاني کي هن جهان ۾ پيدا ڪرڻ جي حڪمت

”الله تعاليٰ زمين ۽ آسمان کي حڪم ڏنو ته ٻئي اچو، چاهي خوشيءَ سان چاهي نه چاهيندي به. تڏهن ٻنهي چيو ته اسين خوشيءَ سان حاضر آهيون.“ ان آيت مان معلوم ٿيو ته اطاعت لامحاله ڪرڻي پوندي، چاهي خوشيءَ سان ڪريو يا مجبوريءَ سان ڪريو.

*مسجد وطاعاتِ شاں پس دوزخ ست*
*پائے بندِ مُرغِ بیگانہ فخ ست*

ترجمو: ”انهن جي حمد ۽ اطاعت (جي جڳهه) دوزخ آهي. بيگاني پکيءَ جي پيرن جو ڦندو ڄار آهي.“

ڪافر جڏهن دوزخ جي عذاب ۾ مبتلا ٿيندا تڏهن فرمانبرداري ڪندا. وحشي جانور خوشيءَ مان ڪونه ايندو آهي ته ڄار ۾ ڦاسي ايندو آهي. جڏهن چور جيل خاني ۾ وڃو ويندو آهي تڏهن نيڪي شروع ڪندو آهي. جنن ۽ انسانن جي پيدائش جو سبب عبادت ۽ اطاعت آهي، خوشيءَ سان نه ڪندا ته جبراً ڪرڻي پوندي. مومن جنت ۽ دنيا ۾ اطاعت گذاري ڪندو ته ڪافر دوزخ ۾ اطاعت ڪندو. انسان ۾ گهڻن ڪمن ڪرڻ جون صلاحيتون آهن پر اُن جي تخليق جي اصل منشا عبادت گذاري آهي. جيئن قرآن شريف ۾ مذڪور آهي ته وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَ الْاِنْسَ اِلَّا لِيَعْبُدُوْنِ ۝ (الذاريات-٥٦)”مون نه پيدا ڪيو انسانن ۽ جنن کي مگر هن جي لاءِ ته اهي عبادت ڪن.“ ڪتاب جي تصنيف ۽ اشاعت جو اصل مقصد اُن فن ۽ علم کي ڄاڻڻ آهي. جنهن بابت اهو ڪتاب آهي. جيڪڏهن تون اُن کي وهاٽو بنائيندين ته وهاٽو بنجي ويندو پر اها تنهنجي غلطي هوندي. اهڙي طرح جيڪڏهن انسان عبادت نه ڪندو ٻين ڪمن ۾ لڳندو ته اُن جي غلطي ٿيندي. تلوار جو اصل مقصد اُن جي ذريعي فتح ڪرڻ آهي. اها جانور جو ڪلو به بنجي سگهي ٿي پر جيڪڏهن تون ان کان ڪلّي جو ڪم وٺندين ته اها وڏي بيوقوفي ٿيندي. هر انسان جي تخليق جو مقصد عبادت آهي. هر هڪ جو عبادت خانو جُدا آهي. شريف جي عبادت ته اَكْرَمْتُهٗ جو مقام آهي يعني مون ان جو اڪرام ڪيو ۽ ڪميڻي جي عبادت اَسْقَمْتُهٗ جو مقام آهي يعني مون اُن کي بيمار ڪيو. شريف انعاماتِ الاهي جي وقت عبادت گذار بنجي ٿو ۽ ڪميڻو مصيبتن ۾ مبتلا ٿي ڪري ميجي ٿو. الله تعاليٰ ٻه مسجدون بنايون: ڪميڻن لاءِ دوزخ ۽ نيڪن لاءِ جنت آهي. جنت جي باري ۾ فرمايو ويو آهي: وَلَدَيْنَا مَزِيْدٌ(ق-٣٥) ”۽ اسان وٽ وڌيڪ آهي.“ حضرت موسيٰ عليه السلام بيت المقدس ۾ هڪ دري بنائي هئي تان ته تڪبّر وارا اُن ۾ جهڪي ڪري داخل ٿين ۽ انهن جي سجدي واري حالت ٿي وڃي. دوزخ کي هڪ ننڍي دري سمجهو جو ان ۾ داخل ٿي ڪري اهي متڪبّر عبادت گذار بنجي ويندا.

**قوم تي بادشاهه ٿاڦڻ جو مقصد**

جهڙي طرح حضرت موسىٰ عليه السلام دري بنائي هئي اهڙي طرح الله تعالىٰ انهن متڪبرن جي لاءِ ظالم بادشاهه ٿاڦيا ۽ دوزخ بنايو آهي. اهي ظالمن کي سجدو ڪن ٿا ۽ دوزخ ۾ خدا کي ياد ڪندا. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ سُجَّدًا وَّقُوْلُوْاحِطَّةٌ (البقره-٥٨) "بني اسرائيل کي حڪم ٿيو تہ ان دريءَ ۾ سجدي جي حالت ۾ داخل ٿيو ۽ دعا گهرو تہ الله تعالىٰ گناهه معاف ڪري."

آنچناں کہ حق ز لحم و استخواں

از شہاں بابِ صغیرے ساخت ہاں

ترجمو: "اهڙي طرح جو اللهتعالىٰ گوشت ۽ هڏين مان بادشاهن جو ننڍو دروازو بنايو."

اهي متڪبّر، بادشاهن کي سجدو ڪندا آهن، انهن جو محراب ۽ عبادت گاهه چيٽن جي جاءِ آهي. ان کي هين لفظن ۾ بادشاهه ۽ پهلوان چيو ويندو آهي. اهي مُنڪر انهن جي اڳيان جُهڪندا آهن. انهن جا سجدا الله تعالىٰ جي لائق نہ هئا ڇاڪاڻ تہ اُنهن کي باري تعالىٰ سان ڪا مناسبت نہ آهي. اهي صورت ۾ انسان آهن پر انسانيت کان خالي آهن. نيڪن جو ۽ انهن جو مثال اهو ئي آهي جيڪو ڪمند ۽ چوتي (چوڏي) وارو آهي. اهي دنيادار بادشاهه ڪُتن جا تابعدار ٿين ٿا. شينهن جي تابعداري نٿا ڪن. ڪوئو ٻليءَ کان ڊڄي ٿو. شينهن جيڪو ان کان ڪيترا درجا افضل آهي ان کان نٿو ڊڄي. منڪر بہ الله جي ڪُتن کان ڊڄن ٿا ۽ انهن جي اطاعت ڪن ٿا. بلند ۽ بالا خدا کي مڃڻ شريفن جو ڪم آهي. انهن منڪرن جي لائق ادنىٰ آهي انهيءَ ڪري اُهي ان کي ئي پوڄيندا آهن.

شينهن کان ڊڄڻ ڪوئي جو ڪم نہ آهي پر هرڻ جهڙي شريف ۽ پاڪيزه جانور جو ڪم آهي. "جهڙا روح تهڙا ختما!" انهيءَ ڪري مُنڪرن جي خدائي جي لائق اهي ئي جابر ۽ ظالم آهن. بزرگ رومي رحمه الله چوي ٿو: هاڻي منڪرن جي معبودن جي وڌيڪ ڳالهہ نہ ڪر، ورنہ اهي ناراض ٿيندا ۽ دل ۾ سمجهندا تہ اسين بہ ڪجهہ آهيون تڏهن تہ اسانجو ايتريقدر ذڪر ڪيو وڃي پيو! جيڪي ماڻهو محنت ۽ مشقت جي زندگي گذارين ٿا اهي عام طور تي شُڪر گذار هوندا آهن ۽ مالدار سرڪش هوندا آهن. آزمائش ۽ بيماري شڪر گذاريءَ جو سبب آهي.

**ڪاڏي کان خالي دسترخوان تي هڪ صوفيءَ جي عشق جو قصو**

صوفیء بر میخ روزے سُفرہ دید

چرخ می زد جامہا رامی درید

ترجمو: "هڪ صوفي هڪڙي ڏينهن ڪلي تي دسترخوان ڏٺو، خوشيءَ مان رقص ڪيائين ۽ ڪپڙا ڦاڙيائين."

بزرگ اڳ ۾ سمجهايو هو تہ فقر ۽ ابتلا سان شڪر جي ڪيفيت پيدا ٿيندي آهي. ان جي تائيد ۾ هي قصو نقل ڪري ٿو. صوفي دسترخوان کي ڏسي دانهن ڪئي ۽ وجد اچي ويس. اُن صوفي جي وجد تي ٻيا صوفي بہ وجد ۾ اچي ويا ۽ نعرا هڻندا مست ٿي ويا. هڪڙي شخص صوفيءَ کي چيو تہ تون وڃ ڇاڪاڻ تہ تون بي روح آهين. عاشق عدم جا طالب هوندا آهن. انهيءَ ڪري اسين ماني جي نہ هجڻ جا طالب ۽ عاشق آهيون. ۽ ٻڪ صديقين کي مطلوب هوندي آهي. عاشق جي غذا عشق آهي جيڪو ماني تہ نہ آهي پر ان جي لاءِ مانيءَ جو ڪم ڏيندو آهي. عاشق هر شيءِ جي فنا جو طالب هوندو آهي. ان فنا مان انکي نفعو پهچندو آهي.

جهڙي طرح عاشقن جو نفعو سرمائي کان سواءِ آهي، اهڙي طرح اهي بنا پرن جي پرواز ڪندا آهن ۽ هٿن کانسواءِ هٿن جو ڪم ڪندا آهن. "شيخ اقطع" جو اڳ ۾ قصو گذري چڪو آهي تہ هو هٿن کانسواءِ ٽيلهيون ٺاهيندو

هو. عاشق هر شيءِ کي ختم ڪندو آهي. امتياز وجودات ۾ هوندو آهي. عدمن ۾ يڪسانيت آهي، انهيءَ ڪري عاشقانِ خدا بہ يڪ رنگ هوندا آهن. هر شخص پنهنجي مناسب ڳالهہ سمجهندو آهي ورنہ اعتراض ڪندو آهي. بوالفضول صوفيءَ تي ان لاءِ اعتراض ڪيو تہ اهو فنا جي ذوق کان ناواقف هو. ڪير پياڪ ۾ار فقط ڪير جي مزي کان واقف آهي. اهو ان جي لذت کي سمجهي ٿو، ڪاڏي جي لذت کي نٿو سمجهي. پريءَ جي غذا خالي خوشبو آهي، انسان ڪاڏي جو عادي آهي، اهو خالي خوشبو سان پيٽ پرڻ کي سمجهي نٿو سگهي. شين جا احوال هر شخص جي اعتبار سان جدا آهن، جنهن شخص جي مناسب جيڪو حال آهي اهو ان کي سمجهي سگهندو آهي. درياءِ نيل حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ ان جي قوم لاءِ رستو بنيو، فرعون ۽ اُن جو لشڪر ان ۾ ٻڏي ويو. طوفان سان قوم عاد برباد ٿي. حضرت هود عليه السلام ۽ ان جي قوم لاءِ طوفان فتح جو سبب ٿيو. باهہ حضرت ابراهيم عليه السلام جي لاءِ گلزار بڻي. نمرود لاءِ هلاڪت جو سبب ٿي. هڪڙو پڪي آهي جيڪو باهہ ۾ پرورش پائيندو آهي ۽ درد ۽ غم عاشقن جي غذا آهي. ڪميڻا حلوو بہ اهڙي طرح کائيندا آهن جنهن سان انهن کي بدهضمي ٿي پوندي آهي.

**حضرت يعقوب عليه السلام جو حضرت يوسف عليه السلام جي خوشبوءَ مان الله جي خوشبو حاصل ڪرڻ**

هن قصي مان هيءُ ٻڌائڻ مقصد آهي تہ شين جا احوال مختلف اعتبار سان مختلف ٿيندا آهن. حضرت يوسف عليه السلام جو چهرو حضرت يعقوب جي لاءِ هڪ تاثير رکندو هو، ٻين جي لاءِ ان جو تاثير ٻيو هو.

*آنچہ یعقوبؑ از رُخِ یوسف چشید*
*وآنچہ او از بوئے او اندر کشید*

ترجمو: ”(حضرت) يعقوب عليه السلام جيڪي ڪجهہ (حضرت) يوسف عليه السلام جي چهري مان چکيو ۽ جيڪي ڪجهہ هُن اُن جي خوشبوءَ سان باطن ۾ حاصل ڪيو.“

جيڪي خوبيون حضرت يوسف عليه السلام ۾ هيون اهي حضرت يعقوب عليه السلام کي نظر آيون، پائر نہ ڏسي سگهيا. حضرت يعقوب عليه السلام يوسف عليه السلام جي غم ۾ پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪري رهيو هو. يوسف عليه السلام جا ڀائر حضرت يوسف عليه السلام کي کوهہ ۾ وجهي مارڻ جو سوچي رهيا هئا. حضرت يوسف عليه السلام جي چهري جو دسترخوان حضرت يعقوب عليه السلام جي لاءِ انوار ۽ برڪتن سان ڀريل هو، ڀائرن جي لاءِ خالي هو. جن ماڻهن جون دليون نجاست سان ڀريل آهن اُنهن کي انوار نظر نٿا اچن. انهيءَ ڪري ڪافرن کي خدا جو ديدار نہ ٿيندو. نماز ۾ ڪيفيتون اُن شخص کي مُيسّر ايندين جيڪو قلب کي صاف ڪري حضورِ قلب سان نماز پڙهندو. عاشقن جي جان لاءِ عشق غذا آهي. مشهور مقولو آهي تہ اَلْجُوْعُ طَعَامُ الصِّدِّيْقِيْنَ ”بک صديقن جي غذا آهي.“ حضرت يعقوب عليه السلام ۾ حضرت يوسف عليه السلام جي طلب صادق هئي، انهيءَ ڪري حضرت يعقوب عليه السلام کي پري کان خوشبو محسوس ٿي ويئي. اهو شخص جيڪو حضرت يوسف عليه السلام جي قميص حضرت يعقوب وٽ کڻي آيو اهو طلب صادق کان خالي هو، اِن ڪري کيس اُن قميص مان ڪا خوشبوءَ نہ آئي. حضرت يعقوب عليه السلام قميص کان سوين ميل فاصلي تي هو اُن کي خوشبو محسوس ٿي ويئي. بي عمل عالم جو مثال حضرت يوسف عليه السلام جي قميص آڻڻ واري جهڙو آهي. عالم بي عمل جي وعظ ۽ علم سان اهي جاهل جن ۾ طلب صادق ٿئي ٿي فائدو وٺن ٿا. بي عمل عالم وٽ علم هڪ عارضي شيءِ آهي. اُن جو مثال اُن غلام وڪڻڻ واري جهڙو آهي جنهن وٽ وڪڻڻ جي لاءِ ڪا ٻانهي هجي پر اهو ان کان بي بهره رهي ۽ خريدار اُن مان فائدو وٺي! اها سڀ تقسيم الله جي طرفان آهي. جنهن جو جيڪو حصو آهي اهو اُن کي ملي ٿو، طالب جو اُن ۾ ڪو دخل نہ آهي. هڪ شخص جي نصيب ۾ اهي خيالات هوندا آهن جيڪي اُن جي لاءِ راحت جو سبب هوندا آهن. ٻئي جي لاءِ اهي خيالات آهن جيڪي ان کي تباهہ ڪن ٿا. نيڪ خيال جي نتيجي ۾ انسان کي راحت ۽ آرام حاصل ٿئي ٿو تہ

بدخيال جهان جي تباهي جو سبب بنبو آهي. اها خيالن جي تقسيم ۽ عطا الله تعاليٰ جي طرفان آهي. انسان هي نٿو سمجهي سگهي تہ ڪهڙا خيال آرامده آهن ۽ ڪهڙا خيال تباهہ ڪندڙ آهن. انسان کي هي پتو نٿو پوي تہ اُن جي دل ۾ خيالات ڪهڙي رستي کان اچن ٿا. انسان پنهنجي لاءِ سُٺن بُرن خيالن کي خدا جي مدد سان سُڃاڻي سگهي ٿو ڇاڪاڻ تہ اهي خيال الله تعاليٰ جا بنايل آهن، انسان جا ٺاهيل نہ آهن. خيالن جي اچڻ جو رستو راهِ عدم ۾ آهي ۽ جاسوس وجود سان مقيّد آهي تہ عدم تائين اُن جي رسائي نامُمڪن آهي. انهن خيالن جي راهہ جيڪڏهن معلوم ڪرڻي آهي تہ الله تعاليٰ جي فضل جو دامن الله جا احڪام آهن، انهن سان وابستہ ٿي وڃ. نيڪ بخت ۽ بدبخت جو مثال هي آهي تہ هڪ شخص باغ ۽ نهرن مان لُطف اندوز آهي. اُتي ئي هڪ ٻيو شخص گرمي ۽ اُڃ جي تڪليف برداشت ڪري رهيو آهي. تڪليف سهڻ وارو راحت واري تي تعجب ڪري ٿو ۽ راحت وارو تڪليف واري تي عجب ڪائي ٿو. راحت وٺڻ وارو تڪليف ڪٽڻ واري کي چوي ٿو تہ تون بہ هيڏانهن اچ، تڪليف ڇو ٿو برداشت ڪرين. ان تي هو جواب ڏئي ٿو تہ آئون ايڏانهن نٿو اچي سگهان. اهو مومن ۽ ڪافر جو حال آهي. تنهنجي پيرن ۾ ٻيڙيون نہ آهن هلي اچ. هي اُن کي چوي ٿو تہ تون بہ اوڏانهن نہ وڃ، ٻيهي رهہ. مطلب تہ ٻئي پنهنجي پنهنجي جڳهہ تي قائم آهن. هي نہ اُن جو چوڻ مڃي ٿو، نہ وري اهو هِن جو مڃي ٿو. هر هڪ تقسيم خداوندي مطابق پنهنجو پنهنجو حصو حاصل ڪري رهيو آهي. آئون ان سلسلي ۾ هڪ قصو ٻڌايان ٿو: ڪن کولي ٻڌ! ان قصي جو خلاصو هي آهي تہ آقا مسجد ۾ نہ پئي پهتو ۽ غلام ٻاهر نٿي نڪتو. اهوئي حال مومن ۽ ڪافر جو آهي.

**هڪ حاڪم جي اُن غلام جو قصو جيڪو الله تعاليٰ جي نماز ۽ سرگوشيءَ سان محبت رکندو هو.**

در زمانے بُود امیرے از کرام

بُود سُنقر نام اورا یک غلام

ترجمو: ”هڪ زماني ۾ وڏن ماڻهن مان هڪ حاڪم هو، اُن جو هڪڙو غلام سُنقر نالي هو.“

هڪڙي ڏينهن صبح جو حاڪم کي وِهنجڻ جي ضرورت ٿي. غلام کي چيائين: اُٿ! ٽوال، ميٽ ۽ ٻيو وهنجڻ جو سامان کڻ تہ غسل خاني ۾ هلون. غلام سامان کنيو. ٻئي جلدي وڃڻ لڳا. رستي ۾ مسجد هئي. غلام ٻانگ جو آواز ٻڌو. مالڪ کي چيائين تہ توهان ٿورو هن دُڪان تي ويهو تہ آئون نماز پڙهي وٺان. غلام سُنقر نماز تي ويو. آقا شراب ۾ مست دڪان تي ويٺو آهي. ٻيا ماڻهو ورد وظيفن ۽ نماز مان فارغ ٿي ٻاهر آيا پر سُنقر نہ آيو. چاشت نماز تائين مسجد ۾ ويٺو رهيو. مالڪ پڇيس: تون ٻاهر ڇو نٿو اچين؟ غلام جواب ڏنو تہ آئون غافل نہ آهيان، تنهنجو آواز ٻڌي رهيو آهيان بس اچان پيو. سُنقر هر دفعي حاڪم کي ٻڌائي پيو تہ ”هيءُ مون کي نٿو ڇڏي.“ حاڪم چيو مسجد ۾ تہ ڪو شخص ڪونہ رهيو آهي، سڀ ٻاهر هليا ويا آهن توکي ڪير روڪي رهيو آهي؟ غلام جواب ڏنو تہ جيڪا ذات توکي اندر اچڻ کان روڪي رهي آهي اها مون کي ٻاهر نڪرڻ کان روڪي رهي آهي. هڪ ئي سمنڊ آهي جيڪو ٻاهر نڪرڻ کان مڇين کي روڪي ٿو ۽ خشڪي جي جانورن کي اندر اچڻ کان روڪي ٿو. هر شيءِ پنهنجي جنس کي ڇڪيندي آهي ۽ غير جنس کي دفع ڪندي آهي. درياءَ ۽ مڇي هڪ جنس آهن انهيءَ ڪري درياءَ مڇي کي ڇڪي ٿو. خشڪي جي جانورن جو اصل مٽي آهي. پاڻي مٽي کي غير جنس هجڻ جي ڪري دفع ڪري ٿو. جنسي مغايرت جو تالو سخت هوندو آهي، اهو فقط الله جي فضل سان کلندو آهي. انهيءَ ڪري توهان خداوندي رضا سان راضي ٿي وڃو، تڏهن اهو تالو کُلندو، ورنہ اهو ممڪن نہ آهي جو ممڪن کي واجب ڏانهن ڪشش ٿي سگهي. انسان جڏهن پنهنجي تدبيرن سان اهو تالو نہ کولي سگهي تہ شيخ ڏانهن رجوع ڪري. طالب کي جڏهن خود فراموشي حاصل ٿي ويندي آهي تڏهن سالڪ ان کي ياد ڪندو آهي. جڏهن طالب، عارف ڪامل جو غلام بنجي ويندو آهي تہ

هو ان کي دنياوي واحد وطن کان آزادي عطا ڪندو آهي. جيڪڏهن توهان کي آزادي جي تمنا آهي ۽ دل جي زندگي چاهيو ٿا ته عبادت ۽ اطاعت اختيار ڪريو. خودي کي ڇڏي فنا في الله حاصل ڪرڻ تي دوامي بقا حاصل ٿيندي آهي. صديّقين سان وصال ان وقت حاصل ٿيندو جڏهن انسان پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري ڇڏيندو.

## انبياء عليهم السلام جو مُنڪرن جي قبول ۽ پذيرائيءَ مان نااميد ٿيڻ

وري بزرگ روميءَ انبيائن ۽ مُنڪرن جو تذڪرو شروع ڪيو آهي.

*انبياء گفتند درخاطر که چند*

*می دہم ایں را و آنرا وعظ وپند*

ترجمو: ”انبيائن دل ۾ چيو ته ڪيترو هن ۽ هُن کي وعظ ۽ نصيحت ڪريون؟“

مُنڪرن جي انڪار سان انبياء سندن اصلاح کان مايوس ٿي پئي ويا. انبيائن مايوس ٿي هي سوچيو ته انهن مُنڪرن کي نصيحت ڪرڻ ته ائين ئي بيڪار آهي، جيئن تڏي لوهه کي ڪُٽڻ يا سوراخن واري پجري ۾ ڦوڪ ڏيڻ بيڪار آهي. انهن ماڻهن کي نصيحت ڪرڻ بيڪار ۽ مذاق اڏائڻ جو سبب آهي. پوءِ سوچيائون ته اهو سڀ الله تعاليٰ جي قضا ۽ قدر سان آهي. جيستائين اوڏانهن کان ڪشش نه هجي تيستائين هنن جي هدايت ناممُڪن آهي. ٻُڪ لڳندي آهي ته ڏند هلندا آهن. الله تعاليٰ جي ذات حُڪمران آهي. جيڪي ڪجھ آهي عالمِ بالاطرفان آهي پر قضا ۽ قدر جي پيش نظر عمل ۽ ڪوشش ترڪ نٿي ڪري سگھجي. اسان کي ته پيغام پهچائڻ جو حُڪم آهي چاهي اهو مُفيد ٿئي يا نه ٿئي. اهو ته مرڻ ڪانپوءِ پتو پوندو ته انسان جهنمّي آهي يا جنتي، پر زندگيءَ ۾ اُن کي عمل ڪرڻ گهرجي. دنيا جا سڀ ڪاروبار توقع ۽ اميد تي مبني آهن. واپاري دريائي سفر ڪري ٿو ته موهوم نفع جي اميد تي ڪري ٿو. واپاري سمنڊ جو سفر ڪري ٿو، ڪيس هي معلوم نٿو ٿئي ته اهو ٻُڏندو يا پار ٿي ويندو. جيڪڏهن ڪو واپاري هيءُ چوي ته آئون واپار جي لاءِ سامونڊي سفر نه ڪندس ته اهڙو واپاري ڪڏهن به واپار نٿو ڪري سگهي. اهڙي طرح جو ڊڄڻ وارو واپاري نفعو ڪمائي نٿو سگهي ۽ نُقصان ڪري ٿو. اڳ ۾ بزرگ روميؒ نقصان جو انڪار ڪيو هو، هاڻي فرمائي ٿو ته نه اهڙو واپاري نقصان ۾ آهي. نفعي کان محروم رهڻ ۽ ذليل ٿيڻ نقصان آهي. جڏهن ته دنيا جا سڀ ڪاروبار موهوم نفعي جي بنياد تي هلن ٿا ته دين جو ڪاروبار ان جو وڌيڪ مستحق آهي ته موهوم نفعي جي بنياد تي ڪيو وڃي. عبادت رحمت ۽ قبوليت جي اميد تي ڪرڻ ضروري آهي.

## هن جو بيان ته مُقلد جو ايمان اُميد ۽ خوف جي وچ ۾ آهي

*واگی ہر پیشہ امید ست و بُوک*

*گرچہ گردن شاں زکوشش شُد چودُوک*

ترجمو: ”هر ڌنڌي جو مُحرڪ اُميد ۽ تمنّا آهي جيتوڻيڪ اُن جو ڪنڌ ڪوشش ۾ لوهه جي سنهي تار وانگر ٿي ويو آهي.“

انسان جيڪو ڌنڌو ڪندو آهي اهو محض اميد تي ڪندو آهي ۽ اُن ۾ ايترين مصيبتون برداشت ڪري ٿو جو اُن جو ڪنڌ لوهه جي تار وانگر ٿي وڃي ٿو. صبح سوير نفعي جي اميد تي دڪان کولي ٿو. جيڪڏهن نفعي جي اميد نه هجي ته ڪڏهن به دُڪان ڪونه کولي. هتي به محرومي ۽ نقصان جو لامحاله ڊپ آهي پر انسان جي مستعدي ۽ تياريءَ ۾ ڪو فرق نٿو اچي ته دين جي معاملي ۾ محرومي جي ڊپ کان سستي ڇو ڪئي وڃي ٿي. دنياوي معاملن ۾ تون خود چوين ٿو ته ڪم ڪرڻ ۾ جيڪو محرومي جو خوف آهي، سستي ڪرڻ ۽ ڪم نه ڪرڻ ۾ ان کان وڌيڪ محروميءَ

جو ڏپ آهي. دنياوي معاملن ۾ انسان چوي ٿو تہ ڪوشش ۾ بهرحال اميد آهي ۽ سستي ۾ تہ گهڻا خطرا آهن. جڏهن دنياوي معاملن ۾ اها تقرير آهي تہ دين جي معاملن ۾ اها تقرير ڇو نٿي ڪئي وڃي؟ دين جي معاملات ۾ ڪوشش ڪري ڪامياب ٿيڻ وارن جا مثال دنيا ۾ گهڻا آهن. دنيا جي دُڪان مان انبيائن ۽ عارفن اهو نفعو ڪمايو آهي جو جڏهن اهي ان دڪان مان موٽن ٿا تہ انهن ڪي پئسا نہ، پر سون ۽ چانديءَ جون ڪاٽيون مِليون آهن. هن دنيا جي دڪان مان حضرت ابراهيم عليه السلام اهو نفعو ڪمايو جو باهہ گُلزار بنجي ويئي. حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ڦوڪ ڏيڻ سان مُردا زنده ٿيا، حضور ﷺ جن تي ڪڪرن ڇانو ڪيو، حضرت دائود عليه السلام جي لاءِ لوهہ ميڻ بنيو، حضرت سليمان عليه السلام جو تخت هوا ڪُلهن تي کڻي گهمندي هئي، حضرت موسيٰ عليه السلام جي لَٺ نانگ بنجي وئي. حضور ﷺ جن جي لاءِ غار ثور ۾ ڪوريئڙي ڄارو اُڻيو. جنهن ڪري دشمن ڪين نہ پڪڙي سگهيا.

**هن جو بيان تہ حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ الله جا ڪجهہ لِڪل ولي آهن**

قومِ ديگر سخت پنہاں میروند

شہرۂ خلقانِ ظاہر کے شوند

ترجمو: ”ڪجهہ ٻيا ماڻهو آهن جيڪي لِڪل هوندا آهن اهي ظاهري مخلوق ۾ ڪڏهن مشهور ٿين ٿا؟“

انبيائن جيڪي نفعا ڪمايا آهن انهن جي ذڪر ڪرڻ ڪانپوءِ اوليائن جي نفعن جو ذڪر شروع ڪجي ٿو. اوليائن جي هڪ جماعت اها آهي جنهن کي ابدال بہ نٿا سڃاڻي سگهن، عوام انهن کي ڪيئن سمجهي سگهندو! جيڪي انبيائن جا نفعا آهن اهي انهن کي حاصل آهن. اهي اولياءَ ۽ انهن جون ڪرامتون الله جي حرم ۾ لِڪل آهن. دين جي باري ۾ تنهنجي سستي هِن لاءِ آهي تہ توکي اها خبر نہ آهي تہ الله جون رحمتون توکي پاڻ ڏانهن سڏين ٿيون. تنهنجي اڳيان ۽ پويان، ساڄي ۽ کابي الله جون رحمتون آهن. اهو الله باهہ کي گُلزار بنائي ڇڏيندو ۽ اُن ۾ گُل ٽڙندا آهن.

**حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جو رومال کي تنور ۾ وجهڻ ۽ اُن جي نہ سڙڻ جو قصو**

هن واقعي مان هي ٻڌائڻ مقصد آهي تہ انبيائن ۽ عارفن جي حڪم سان باهہ پاڻيءَ جو ڪم ڪندي آهي.

از انسؓ فرزندِ مالک آمده است

کہ بمہمانی او شخصے شده است

ترجمو: ”انس رضي الله عنه مالڪ جي پُٽ جي ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ شخص اُن جو مهمان ٿيو.“

ڪاڌي کائڻ ڪانپوءِ حضرت انس رضي الله عنه دسترخوان کي ميرو ڏٺو جنهن تي ڀوڙ جا ڇنڊا لڳل هئا، حضرت انس ٻانهيءَ کي حڪم ڪيو تہ هي دسترخوان تنور ۾ اڇلاءِ. ٻانهيءَ جلدي ان کي تنور ۾ وڌو. سڀئي مهمان حيران ٿي ويا ۽ دسترخوان جي سڙڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. ٿوري دير ڪانپوءِ ٻانهيءَ اهو دسترخوان تنور مان ٻاهر ڪڍيو تہ ميراڻ کان بلڪل پاڪ ۽ صاف هو. ماڻهن حضرت انس رضي الله عنه کان پڇيو تہ هيءُ دسترخوان ڇو نہ سڙيو ۽ ڪيئن صاف ٿي ويو؟ حضرت انس رضي الله عنه فرمايو: جيئن تہ هن دسترخوان سان گهڻا دفعا حضور ﷺ هٿ منهن اُگهيو آهي، انهيءَ ڪري هن کي باهہ نٿي ساڙي سگهي. جيڪو باهہ جي عذاب کان ڊڄي ٿو ان کي گهرجي تہ اهو عارفن ۽ عاملن جي دست بوسي ڪري تان تہ باهہ ان کي نہ ساڙي. جڏهن بي جان دسترخوان ايتري قدر فيض حاصل ڪري سگهي ٿو تہ اندازو لڳايو تہ ڇا! عاشق جي جان کي فيض حاصل نہ ٿيندو؟ ڪعبي کي سِرون ۽ پٿر هجڻ جي باوجود ايتري قدر عزت عطا ڪئي وئي آهي تہ انسان کي ان کان وڌيڪ شرافت حاصل ٿي سگهي ٿي. حضرت انس رضي الله عنه ان راز کان واقف هو پر تون واقف نہ هئين. تو اُن جي چوڻ تي سوچڻ ڪانسواءِ دستر خوان باهہ ۾ ڇو وجهي ڇڏيو؟ ٻانهيءَ جواب ڏنو تہ مونکي بُزرگن

تي پورو ڀروسو آهي، اهي ڪا غلط ڳالهه نٿا چئي سگهن. جيئن تہ مونکي ان تي پڪو اعتقاد آهي تہ باهہ ۾ نہ پوندي تہ ان جي ڪرم کان نااميد نہ آهيان. دسترخوان تہ معمولي شيءِ آهي، آئون خود باهہ ۾ گهڙي پونديس. بزرگ روميؒ فرمائي ٿو تہ مردن جو اعتقاد هن ٻانهيءَ کان گهٽ نہ هئڻ گهرجي. مرد جي اها دل جيڪا عورت جي دل کان گهٽ هجي، اها اهڙي دل آهي جيڪا پيٽ کان گهٽ آهي، ڇاڪاڻ تہ پيٽ انسان جو ذليل حصو آهي.

## عرب جي قافلي جي اڃ جي فرياد جو حضور ﷺ تائين پهچڻ

حضور ﷺ جن کي عرب جي اُن قافلي جي فرياد پهچڻ جو قصو جيڪو پاڻي نہ ملڻ جي ڪري عاجز ٿي ويو هو، ماڻهو مرڻ جي ويجهو هئا. انهن ۾ انسانن جون اڃ جي ڪري زبانون ٻاهر نڪري آيون هيون!

جيئن تہ بزرگ روميؒ انبيائن ۽ عارفن جي صُحبت کي اڪسير قرار ڏنو هو، هاڻي اهڙو واقعو بيان ڪري ٿو جنهن سان اُن جو اڪسير هُجڻ ثابت ڪري. حضور ﷺ جي فيض سان اُن حبشيءَ جو رنگ ۽ روپ بدلجي ويو.

*اندر آں وادی گروہے از عرب*

*خشک شُد از قحط باراں شاں قِرب*

ترجمو: ”اُن واديءَ ۾ عرب جي جماعت جون کليون ڏُڪار جي ڪري سُڪي ويون هُيون.“

جهنگ ۾ قافلي وارن موت کي دعوت ڏني هئي. اوچتو ٻنهين جهانن جو فرياد رس مصطفيٰ ﷺ مدد جي لاءِ رستي تان نمودار ٿيو. پاڻ سڳورن ﷺ هڪ قافلو سخت گرم واديءَ ۾ ڏٺو. اُڃ جي ڪري اُنن جون زبانون ٻاهر نڪتل هيون ۽ ماڻهو واريءَ ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ کي رحم آيو. فرمايائون تہ جلد هن جبل ڏانهن وڃو، هڪڙو شيدي پنهنجي مالڪ ڏانهن پاڻيءَ جي کلي کنيو وڃي پيو اُن حبشيءَ کي اُٺ سميت مون وٽ وٺي اچو. ماڻهو اُن جبل ڏانهن ڳوليندا ويا. ٿوري دير کانپوءِ انهن ئي ڏٺائون جيئن حضور ﷺ جن فرمايو هو تہ اُٺ تي پاڻي کنيو شيدي وڃي پيو. همراهن شيديءَ کي چيو تہ توکي فخر الوريٰ خيرالبشر سڏي ٿو. شيديءَ چيو تہ اهو ڪير آهي؟ آئون اُن کي نٿو سُڃاڻان. قاصدن چيو تہ سيد ۽ سردار محمد ﷺ مِٺين عادتن وارو، چنڊ جهڙي چهري وارو، گنهگارن جو شفيع، مطلب تہ صحابين اها تعريف ڪئي جيڪا واقعي هئي. اُن شيديءَ غلام چيو تہ اهو اهوئي شخص آهي جنهن کي جادوگر چون ٿا. ان جادوگر پنهنجي جادوءَ سان هڪ جماعت کي پنهنجي تابع بنايو آهي، آئون اُن ڏانهن ڪونہ هلندس. صحابي شيديءَ کي زوريءَ گهيلي آيا. اِن تي اُن غلام شور مچايو ۽ بُرو ڀلو چوڻ لڳو. جڏهن حضور ﷺ جي خدمت ۾ صحابي اُن کي وٺي آيا، تڏهن حضور ﷺ جن اُڃايلن کي چيو تہ پيئو ۽ پاڻي پريو. سيني پاڻي پيتو ۽ جانورن کي بہ پيارايائون. حضور ﷺ جي برڪت سان پاڻي ايترو وڌي ويو جو ڪڪر کي مشڪ (کليءَ) تي رشڪ اچڻ لڳو. رشڪ جو سبب هيءُ هو تہ واقعو غيرمعمولي هو جو هڪڙي پکال مان سيني پيتو. حقيقت ۾ اهو پاڻي مشڪ جو نہ هو. مشڪ تہ هڪ آڙ ۽ پردو هئي. اصل پاڻي غيبي چشمي مان اچي رهيو هو ۽ اُن جي قدرت جو مظاهرو ٿي رهيو هو ۽ اُن جي قدرت جو اهو حال آهي جو پاڻيءَ کي هوا ۾ ۽ هوا کي پاڻيءَ ۾ تبديل ڪندي رهندي آهي. اُن جي قدرت تہ اسباب کان سواءِ شين کي عدم مان وجود ۾ آڻيندي آهي. جيئن تہ انسان ننڍپڻ کان شين جي وجود کي اسباب سان متعلق ڪري ٿو انهيءَ ڪري مشڪ کيآڙ ۽ سبب بنايو ويو. جيئن تہ اسين مُسبّب الاسباب يعني ذاتِ خداوندي کان غافل آهيون، انهيءَ ڪري اسباب ڏانهن مائل ٿيون ٿا. جڏهن سڀ اسباب منقطع ٿي وڃن ٿا تڏهن انسان خدا ڏانهن متوجهہ ٿيندو آهي ۽ اُن کي پڪاريندو آهي. جڏهن اسباب کان مايوس ٿي ڪري الله ڏانهن رجوع ڪندو آهي، تڏهن الله تعاليٰ فرمائيندو آهي تہ تعجّب آهي! هاڻي مون ڏانهن ڇو متوجهہ ٿي رهيو آهين؟ ٻانهو چوندو آهي منهنجي توبهہ! آئون اسباب تي سهارو نہ ڪندس. اُن توبهہ ڪرڻ واري کي الله تعاليٰ فرمائيندو آهي تہ اسين

ڄاڻون ٿا ته انسان عهد ۾ ڏاڍو ڪمزور آهي. توبهه ڪري وري اهو ئي ڪندو آهي جنهن کان توبهه ڪئي هيائين. قرآن پاڪ ۾ آهي ته جهنمي چوندا: اي پالڻهار، اسان کي دنيا ۾ موٽاءِ ته اسين نيڪ ڪم ڪنداسون. الله تعاليٰ فرمائيندو ته جيڪڏهن اهي موٽايا وڃن ته به ڦري ويندا. الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته اسان جو ڪم احسان ۽ وفا آهي، چاهي ٻانهو بد عهدي ۽ گناهه ڪري. ڳالهه جو خلاصو هي آهي ته انسان جيئن ته اصل ذات جو مُشاهدو ڪونه ڪيو آهي، انهيءَ ڪري اُن جي اسباب سان وابستگي قابلِ معافي آهي. ڪليءَ جي پاڻيءَ جي ڪثرت ڏسي ڪري قافلو حيران ٿي ويو. اي محمد صلى الله عليه وسلم! توهان سيني قافلي وارن کي چاهي اهي عربي هئا يا ڪُردي، سيراب ڪري ڇڏيو.

**حضور صلى الله عليه وسلم جن جي مُعجزي سان مُشڪ جو پُر ٿيڻ ۽ غلام جو رنگ سفيد ٿي وڃڻ**

*اے غلام اکنوں تو پُر بیں مشک خود*

*تا نگوئی در شکایت نیک و بد*

ترجمو: ”اي غلام! هاڻي تون پنهنجي مشڪ کي ڀريل ڏس، تان ته تون شڪايت ۾ ٻُرو ڀلو نه چوين.“

سيني کي ڊِوَ ڪرائڻ ڪانپوءِ حضور صلى الله عليه وسلم جن غلام کي ايئن چيو. اهو شيدي معجزي جي ڪري حيران ٿي ويو. الله تعاليٰ ان جي دل ۾ ايمان جي ڪيفيت پيدا فرمائي ڇڏي، هاڻي ان جون باطني اکيون روشن ٿي ويون. ان شيديءَ جي نظر جي اڳيان اسباب جي ڪا حقيقت نه رهي. اُن غلام جي اکين ۾ لڙڪ ڀرجي آيا ۽ اُن کان آقا ۽ گهر وسري ويو، ڇاڪاڻ ته اهو حيرت جي مقام ۾ پهچي چُڪو هو. حضور صلى الله عليه وسلم جن ان کي مقامِ حيرت مان مقام محو ۾ آندو. پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم پنهنجو هٿ مبارڪ اُن غلام جي چهري تي گهمايو ته ان جو چهرو چوڏهين جي چنڊ وانگر چمڪڻ لڳو. اُن غلام جو رنگ اڳ ۾ ڪارو هو، هاڻي ڏينهن وانگر روشن ٿي ويو. اهو غلام خوشيءَ جي مستيءَ ۾ اهڙي طرح روانو ٿيو جو اُن کي پنهنجي بدن جي به خبر نه هئي. جيئن ته غلام قافلي ۾ ويو هو انهيءَ ڪري دير سان واپس اچي رهيو هو ۽ سندس مالڪ رستي تي انتظار ڪري رهيو هو.

**غلام تي مالڪ جو شڪ آڻڻ**

آقا جو پنهنجي غلام کي سفيد چهري وارو ڏسڻ ۽ نه سُڃاڻڻ ۽ ڪيس اهو چوڻ ته تو منهنجي غلام کي قتل ڪيو آهي ۽ اُن جي خون توکي گرفتار ڪرايو آهي، الله تعاليٰ توکي منهنجي هٿ ۾ ڏنو آهي

*خواجه از دورش بدید و خیره ماند*

*از تحیر اهل آں دِه را بخواند*

ترجمو: ”آقا ان کي پري کان ڏٺو ۽ حيران ٿي ويو. حيراني جي ڪري ڳوٺ وارن کي گهرايائين ۽ چيائين اُٺ ۽ پکال اسان جي آهي.“ ڪاري مُنهن وارو غلام ڪيڏانهن ويو؟ هِن جي چهري جو رنگ ڏينهن جي روشنيءَ تي غالب اچي رهيو آهي، اسان جو غلام شايد آواره آهي يا بگهڙ ان کي ماري ڇڏيو يا شايد هن غلام اُن کي ماري ڇڏيو آهي ۽ تقدير خداوندي سان اسان جو اُٺ هن کي ڪٿي آيو آهي. هن جو رنگ تُرڪي يا يمني لڳي ٿو، ڇاڪاڻ ته اُتي جا ماڻهو پورا هوندا آهن. غلام مالڪ کي جواب ڏنو ته جيڪڏهن مون اُن کي ماريو آهي ته پوءِ قتل ڪري خود اچڻ پنهنجو پاڻ کي خون ڪرائڻ آهي. مالڪ چيو ته تنهنجي چالاڪي ڪانه هلندي. منهنجو غلام ڪٿي آهي؟ غلام چيو ته اهو آئون آهيان، الله جي مهرباني مونکي منور ڪيو آهي. آئون حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ديدار سبب بُزرگي ۽ مرتبي وارو بنجي ويو آهيان. تون ڪهڙيون خبرون ڪري رهيو آهين ته منهنجو غلام ڪٿي آهي، خبردار! آئون سچ ڪانسواءِ ٻي ڳالهه بيان نه ڪندس. اُن غلام چيو ته جيڪڏهن اهي سڀ راز جون ڳالهيون توکي ٻڌايان جيڪي منهنجي خريد ڪرڻ

ڪانپوءِ تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ ٽيون آهن ته تو کي يقين اچي ويندو ته آئون تنهنجو اهو ئي غلام آهيان. رنگ بدلجڻ سان روح ۽ جان ۾ ڪو تغيّر نٿو ٿئي، روح رنگ وغيره کان مٿانهون آهي.

بزرگ رومي رحمة الله عليه هن مضمون جي شروع ۾ فرمايو آهي ته جهڙي طرح اُن غلام جي آقا جي نظر محض جسم ۽ رنگ تي هئي انهيءَ ڪري اُن کي نه سُڃاڻي رهيو هو، اهڙي طرح جيڪي ظاهر بين آهن ۽ جسم شُناس آهن اهي الله وارن عارفن کي نٿا سڃاڻن. جنهن کي اُچ هوندي آهي اهو مَٽَ ۽ ڪليءَ تي نظر ڪونه ڪندو آهي. جيڪي جان کي سڃاڻندا آهن اهي تعَدد ۽ تشخصّ کان بي نياز هوندا آهن، اهي درياءَ وحدت ۾ بُڏل هوندا آهن. روح جي سُڃاڻ روح جي ذريعي ٿيندي آهي، انهيءَ ڪري پنهنجي روح جي ذريعي ڪامل عارفن کي سُڃاڻو، انهن کي پنهنجو دوست سمجهو ۽ اُن آقا وانگر نه بڻجو جنهن پنهنجي غلام کي گُمان سان غير سمجهو. پنهنجي روح کي ڪامل عارفن جي روح جو غير نه سمجهو. ٻنهين روحن ۾ وحدت آهي، محض انهن جي قرارگاهه جي صورت جي ڪري بظاهر اختلاف آهي. جيئن حقيقت مَلَڪيہ ۽ حقيقت عقل هڪ آهن پر ٻنهين کي جداگانه صورتون عطا ڪرڻ ۾ ڪجهه حڪمتون آهن. حقيقت ملڪيہ پر ۽ پک اختيار ڪيا، انهيءَ ڪري اُن ۾ پرواز جي قوت اچي ويئي ۽ عقل ادراڪ حقائق جو شان ۽ شوڪت حاصل ڪيو. جيئن ته ملائڪ ۽ عقل ۾ حقيقي وحدت آهي، انهيءَ ڪري هڪ ٻئي جا مددگار آهن ۽ انهن ٻنهين ۾ ان طرح جو اتحاد آهي جيئن هڪ شيءِ جي مُنهن ۽ پُٺِ ۾ اتحاد هوندو آهي. ان اتحاد جي ڪري ٻئي الله تعاليٰ کي سڃاڻڻ ۾ متحد آهن ۽ ٻئي آدم عليه السلام جي لاءِ مددگار ۽ سجدو ڪندڙ بڻجي ويا جهڙيءَ طرح ملائڪ ۽ عقل ۾ اتحاد آهي اهڙي طرح نفس ۽ شيطان ۾ اتحاد آهي. انهيءَ ڪري ٻئي آدم عليه السلام جا حاسد ۽ دشمن بڻيا. نفس ۽ شيطان حضرت آدم عليه السلام جو فقط جسم ڏٺو ته سجدي کان انڪار ڪيو. عقل ۽ ملائڪ اُن جي اڳيان جُهڪي ويا. عقل ۽ ملائڪ جون اکيون اُن جي نور سان روشن ٿي ويون. نفس ۽ شيطان جي آس فقط مٽي ڏٺي هئي

عقل ۽ ملائڪ جي وحدت، شيطان ۽ نفس جي وحدت جو بيان نٿو ٿي سگهي. چاڪاڻ ته تون ان جي سمجهڻ جو اهل نه آهين. تنهنجي اڳيان ان بيان جي تشريح ائين آهي جيئن يهوديءَ جي اڳيان انجيل جي تلاوت يا شيعي جي اڳيان حضرت عمر رضي الله عنه جي فضيلت جو بيان يا ٻوڙي جي اڳيان سارنگي وڄائڻ ڪنهن ۾ اهليت آهي ته هو ان مُجمل بيان سان شرح ۽ تفصيل سمجهي ويندو. منهنجيون چيل مُجمل ڳالهيون سمجهاڻيءَ لاءِ ڪافي آهن. تفصيل ۽ تشريح جو مستحق ۽ اهل سالڪ بي زبان شين کي ڏسي ڪري انهن مان حقيقتن جو ادراڪ ڪندو آهي. اصل شيءِ استحقاق، طلب ۽ حاجت آهي. جيڪڏهن اها موجود آهي ته خود تفصيل ٿي ويندو آهي.

**تمام موجودات، حاجت ۽ ضرورت تحت بڻايل آهن**

آں نیازِ مریمی بُودست و درد
کہ چُناں طفلے سُخن آغاز کرد

ترجمو: "اها (حضرت) مريم جي نيازمندي ۽ درد هو جو اهڙي ٻار ڳالهائڻ شروع ڪيو."

حضرت مريم کي حاجت ۽ ضرورت ٿي ته الله تعاليٰ ٻار جي ذريعي ڇوَرائي ڇڏي ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام پينگهي ۾ اُن جي پاڪدامنيءَ جو شاهد بڻجي ويو. جهڙي طرح عيسيٰ عليه السلام بيبي مريم جي بدن جو جُزو هو ۽ شاهد بڻيو. اهڙي طرح توهان جو هر جز توهانجو شاهد آهي. قيامت ۾ توهان جا عُضوا توهانجي خلاف شاهدي ڏيندا. جيڪڏهن تون تشريح جو حقدار نه آهين ته وڏي کان وڏو مقرر به سُست ٿي ويندو. ۽ تشريح نه ڪندو. الله تعاليٰ جيڪي ڪجهه پيدا فرمايو آهي اهو مخلوق جي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ بڻايو آهي. آسمانن جي پيدائش به مخلوق جي ضرورت ۽ احتياج جي ڪري آهي، جڏهن ته سڀني شين جي تخليق احتياج جي ڪري آهي، پوءِ جيڪو به محتاج

هوندو ان ۾ طلب هوندي ۽ اهو ضرور مقصد حاصل ڪندو، رحمت جو اصل ۽ سرمايو انسان جو درد آهي. جتي ضرورت هوندي آهي اُتي ضرورت جي شيءِ پهچي ويندي آهي. درد هجي ته دوا حاصل ٿي ويندي آهي. فقير هجي ته سامان ملي ويندو آهي. جواب اعتراض وٽ پُهچي ويندو آهي ۽ پاڻي ٻنيءَ وٽ پهچي ويندو آهي. پاڻيءَ جي تلاش نه ڪر، پياس پيدا ڪر پاڻي خود بخود تو وٽ پهچي ويندو. جڏهن ٻار پيدا ٿيندو آهي ته اُن کي کير جي ضرورت پوندي آهي. پوءِ قدرت ان ٻار جي ماءُ جي ٿڃ ۾ کير پيدا فرمائيندي آهي. تون به ڊوڙ ڊُڪ ڪر، پياس ۽ بدن ۾ گرمي پيدا ڪر، جڏهن ضرورت پيدا ڪندين ته غيب مان پاڻيءَ جو آواز اچڻ لڳندو. مطلب ته مطلوب جي فڪر ۾ نه پئو، اُن جي ضرورت پيدا ڪر، مطلوب خود حاصل ٿي ويندو. ڳاهه ڪي جڏهن پاڻيءَ جي ضرورت هوندي آهي ته انسان خود ان تائين پاڻي پهچائيندو آهي. اهڙي طرح توهان حاجت پيدا ڪريو، قدرت مطلوب کي خود توهان تائين پهچائي ڇڏيندي. روحن جي پوک جي لاءِ رحمت جو ڪکر ڪوثر جو پاڻي ڪنيو موجود بيٺو آهي. تون ضرورت پيدا ڪر ته وَ سَقٰهُمْ رَبُّهُمْ (الدهر- ٧٦) جو پيغام تو وٽ اچي ويندو. قرآن پاڪ ۾ آهي ته وَ سَقٰهُمْ رَبُّهُمْ شَرَابًا طَهُوْرًا ﴿٢١﴾ (الدهر- ٧٦)" ۽ پياريو انهن کي انهن جي رب پاڪ شراب."

**هڪ ڪافر عورت جي کير پياڪ ٻار جو حضور ﷺ اڳيان ڳالهائڻ**

*هم ازاں ده یک زنے از کافراں*
*سوئے پیغمبر صه دواں شد ز امتحاں*

ترجمو: "ان ڳوٺ جي ڪافرن مان هڪڙي عورت امتحان جي لاءِ پيغمبر ﷺ جن ڏانهن ڊوڙي."

اهو غلام جنهن جو پاڻي حضور ﷺ جن ورتو هو، جڏهن پنهنجي ڳوٺ ۾ پُهتو ۽ حضور ﷺ جن جون ڳالهيون ۽ معجزا اُن ذڪر ڪيا، تڏهن هڪ عورت حضور ﷺ وٽ آئي. هاڻي اُن جو قصو بيان ڪجي ٿو. ٻن مهينن جو ٻار عورت جي هنج ۾ هو. اهو ٻار حضور ﷺ جي معجزي سان ڳالهائڻ لڳو ۽ ان حضور ﷺ کي سلام ڪيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي الله جو رسول چئي ڪري سڏيائين. جنهن تي سندس ماءُ ڪاوڙ ڪئي ۽ چوڻ لڳي ته خبردار! چُپ ڪر! حضور ﷺ جي باري ۾ الله جي رسول هئڻ جي شاهدي تنهنجي ڪَن ۾ ڪنهن وڌي آهي؟ اها ڳالهه توکي ڪنهن سيکاري آهي جو تون حضور ﷺ جي رسالت جي شاهدي ڏئي رهيو آهين؟ ٻار جواب ڏنو ته مون کي الله تعاليٰ سيکاريو، پوءِ جبرئيل عليه السلام ٻُڌايو آهي. بيان ڪرڻ ۾ جبرئيل جو هم زبان آهيان. ماءُ چيو: جبرئيل ڪٿي آهي؟ چوڪري جواب ڏنو ته تنهنجي مٿي تي آهي پر تون ان کي نه ڏسي رهي آهين، اهو منهنجي رهنمائي ڪري رهيو آهي. آءٌ انکي چوڏهين جي چنڊ وانگر ڏسي رهيو آهيان، جيڪو مون کي رسول ﷺ جون صفتون ٻڌائي رهيو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ ان ٻار کي چيو ته تنهنجو نالو ڇا آهي؟ ٻار جواب ڏنو ته الله تعاليٰ وٽ منهنجو نالو عبدالعزيز آهي، هنن نالائقن وٽ منهنجو نالو عبدالعُزّيٰ آهي. آئون عزيٰ کان پاڪ ۽ بيزار آهيان. ان ذات جو قسم جنهن توهان کي پيغمبري ڏني آهي. ٻن مهينن جي ٻار مجلس جي صدر وانگر پوري تقرير ڪئي. پوءِ ان وقت جنت جي خوشبوءَ آئي جيڪا ٻار ۽ ماءُ سُنگهي. ان خوشبوءَ کي ايتري قدر پسند ڪيائون جو ان جي ختم ٿيڻ جي ڊپ کان جان ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويا. جنهن ذات جي خدا تعريف فرمائي دنيا جي هر شيءِ ان جي تعريف جي تصديق ڪري ٿي. جنهن جو خدا نگهبان هجي پکي ۽ مڇي ان جا پهريدار ٿيندا آهن.

**باز جو حضور ﷺ جي موزي کي کڻي ڪري هوا ۾ اُڏامڻ ۽ اونڌو ڪرڻ ۽ موزي مان ڪاري نانگ جو ڪِرڻ:**

*اندریں بودند کآوازِ صَلا*
*مُصطفٰے بشنید از راہِ علا*

ترجمو: "ماٺهو انتظار ۾ هئا تہ ٻانگ جو آواز حضور ﷺ جن اونچائي تان ٻُڌو."

حضور ﷺ جي دل ۾ نماز جي لاءِ الهام ٿيو يا موذن جو آواز ٻڌائون. پاٽي گهرايائون. ٽڌي پاڻيءَ سان هٿ مُنهن ڌوتائون، ٻئي پير ڌوتائون ۽ موزن پائڻ جو ارادو ڪيائون تہ باز آيو جنهن موزو اچي ڪنيو ۽ هوا ۾ اڏامي ويو. متي باز موزي کي اونڌو ڪيو تہ اُن مان ڪارو نانگ هيٺ ڪِريو. وري باز موزي کي واپس کڻي آيو ۽ چيائين تہ هيءَ پائي نماز تي وڃو. آئون ان گستاخيءَ جي ڪري شرمنده ٿي ويو آهيان. جيئن ٽُنل تاري مُرجهائبي آهي آئون ايئن مُرجهايل آهيان. ضرورت جي وقت گستاخي قابل گرفت نہ آهي پر نفساني خواهش سان گستاخي افسوسناڪ آهي. پاڻ سڳورن ﷺ ان جو شُڪريو ادا ڪيو ۽ فرمايائون تہ اسان اهو ظُلم سمجهيو پر اها وفاداري هئي. تو موزو کنيو، مون کي ڪاوڙ ٿي. تو غم هٽايو ۽ آئون غمگين ٿيس. حضور ﷺ جن جي غفلت خود بيني جي ڪري ڪونہ هئي، پر تنزل اختياري جي ڪري هئي. باز چيو تہ مون تي موزي ۾ نانگ جي هُجڻ جو انڪشاف توهان جي ڪشف جو عڪس ۽ پرتوو آهي. الله وارن جي صُحبت سان ڪشفِ باطني حاصل ٿيندو آهي. تاريڪ دل ماڻهن جي صُحبت دل کي بي نور بنائي ڇڏيندي، الله تعاليٰ جي نيڪ ٻانهن جو پرتوو نوراني هوندو آهي ۽ خدا کان بيگانن جو پرتوو ظُلماتي ۽ اونداهو هوندو آهي.

**هن حڪايت مان عبرت حاصل ڪرڻ جو پهلو ۽ يقيني طور تي ڄاڻڻ تہ تنگيءَ سان گڏ سهولت آهي.**

موزي جي واقعي مان هيءَ نصيحت حاصل ڪرڻ گهرجي تہ انسان جي پريشاني راحت جو سبب بڻبي آهي.

*عبرتست ایں قصّہ اے جان مر ترا*
*تاشوی راضی تو در حکمِ خدا*

ترجمو: "اي جان! تنهنجي لاءِ اهو قصو باعثِ عبرت آهي تانتہ تون الله تعاليٰ جي فيصلي تي راضي ٿي وڃين."

اوچتو جيڪو حادثو پيش اچي اُن جي ڪري الله سان بدگماني نہ ڪرڻ گهرجي.

عام ماڻهن لاءِ جيڪو واقعو پريشانيءَ جو سبب بڻجي تون ان کي بہ خنده پيشاني سان قبول ڪر، جيڪڏهن گُل جا پن جدا جُدا ڪيا وڃن تہ اُن جي مُرڪ ختم نہ ٿيندي. گُل اهوئي سمجهندو آهي تہ منهنجي هر شيءَ عدم کان وجود ۾ آئي آهي انهيءَ ڪري ڪنهن جُز جي عدم ڏانهن موٽڻ سان ناخوشي مناسب نہ آهي. ڪنهن شيءَ جي فوت ٿيڻ کي ڪنهن مصيبت کان نجات جو سبب سمجهو. تصوف جي حقيقت اهائي آهي تہ انسان هن ڳالهہ جو عادي ٿي وڃي تہ جيڪو دوست جي طرفان پهچي اهو سٺو آهي. ان سزا کي باز سمجهو، جيڪو نيڪ خصلت کان موزو کڻي ويو هو تان تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي پير کي نانگ جي زخم کان بچائي. اهو عقل قابل مبارڪ باد آهي جيڪو قضا تي راضي رهي ۽ اُن تي شڪ ۽ شُبهن جو غبار بلڪل نہ اچي. جيئن قرآن شريف ۾ آهي تہ "ڪنهن فوت ٿيل شيءَ تي غم نہ ڪريو" ڄاڻڻ تہ جيڪڏهن پُراڻي ويندي تہ نئين ايندي انسان جي لاءِ هڪ مصيبت گهٽڻ وڏين مصيبتن کان نجات جو سبب بڻبي آهي. مال جي تباهي جان جي راحت جو سبب بنجي ويندي آهي.

**هڪ شخص جو حضرت موسيٰ عليه السلام کان جانورن جي ٻولي سکڻ.**

گفت موسیٰؑ را یکے مردِ جواں
کہ بیاموزم زبانِ جانوراں

ترجمو: "هڪ نوجوان (حضرت) موسيٰ عليه السلام کي عرض ڪيو تہ مونکي جانورن جي زبان سيکاريو."

جانورن جي زبان سِکڻ واري چيو تہ انسان جون سڀئي ڳالهيون دنياداري جي متعلق آهن شايد جانورن جون

ڳالهيون آخرت جي متعلق هجن تہ آئون انهن مان عبرت حاصل ڪريان. حضرت موسيٰ عليہ السلام ان ڪي جواب ۾ فرمايو وڃ، ان هوس ڪان درگذر ڪر، ڇاڪاڻ تہ اهو اڳيان ۾ پويان گهڻا خطرا رکي ٿو. عبرت ڪتاب ۾ گفتگو مان حاصل ڪونہ ٿيندي آهي خدا جو عطيو آهي. الله تعاليٰ ڪان گهر، حضرت موسيٰ عليہ السلام جي انڪار سان اُن جو اصرار اڃان وَڌي ويو، ڇاڪاڻ تہ اهوئي انساني مزاج آهي. اهوحضرت موسيٰ عليہ السلام ڪي اصرار ۾ هي ڳالهيون چوڻ لڳو تہ اي سخي! توهان جي مهرباني جي مناسب نہ آهي جو مون ڪي مقصد ڪان محروم ڪريو. اُن جي اصرار ڪان عاجز ٿي ڪري حضرت موسيٰ عليہ السلام الله تعاليٰ ڏانهن متوجهہ ٿيو ۾ عرض ڪرڻ لڳو تہ اي الله! هن ڪي شيطان ڀُلايو آهي، جيڪڏهن سيڪاريان ٿو تہ نُقصان ده آهي نتو سيڪاريان تہ دل ۾ بُرو چوندو. الله تعاليٰ فرمايو تہ ان ڪي سيڪاري ڇڏ. حضرت موسيٰ عليہ السلام عرض ڪيو تہ جيڪڏهن ان ڪي سيڪاري ڇڏيندس تہ اهو ان جي نتيجن ڪان شرمنده ٿيندو ۾ افسوس ڪندو. بااختيار ۾ باقدرت هُجڻ هر شخص جي لاءِ بهتر نہ آهي. قدرت نہ هجڻ انسان ڪي پرهيز گار بنائي ٿي فقر ۾ انسان ڪي گهڻن گناهن تي طاقت ڪونہ ٿيندي آهي انهيءَ ڪري اهو باعث فخر آهي. مالدار پنهنجي مالداريءَ جي ذريعي گهڻن گناهن ۾ ملوّث ٿي ويندو آهي انهيءَ ڪري مردود ٿي ويندو آهي. مالدار ۾ غلط قسم جون تمَنائون پيدا ٿي ونديون جن جي ڪري اهو فڪر ۾ مبتلا رهندو آهي ۾ اُن جي عادت اهڙي بگڙي ويندي آهي جو صحيح شيءَ اُن ڪي موافق ئي ڪونہ ايندي آهي. مِٺي ڪائڻ وارو مِٺيءَ جي تمنّا ڪندو آهي اُن ويچاري ڪي گُلقند گوارا ڪونہ ٿيندو آهي.

**الله تعاليٰ طرفان وحي اچڻ تہ ڪيس ڪجهہ سيڪاري ڇڏيو.**

گفت یزداں تو بدہ بایست او

بر کُشا دراختیار آں دستِ او

ترجمو: ”الله تعاليٰ فرمايو تہ تون اُن جي مُراد پوري ڪر، اختيار ۾ اُن جو هٿ کولي ڇڏ.“

هينئر تہ اهو جانورن جون ڳالهيون سمجهڻ ڪان عاجز آهي اُن ڪي قُدرت ۾ اختيار عطا ڪر، انسان جو اختيار ئي اُن ڪي جزا ۾ سزا جو مُستحق بنائي ٿو. مضطر ۾ مجبور جي فعل جو ڪو اعتبار نہ آهي. عبادتن ۾ جيئن تہ ٻانهي جي اختيار ڪي دخل آهي انهيءَ ڪري اُن ۾ خوبي آهي. آسمان جي گردش اضطراري آهي انهيءَ ڪري نہ اُن تي ثواب جي ترتّب آهي نہ عذاب جو، الله تعاليٰ جنهن وقت مُحاسبو ڪندو تہ انسان جي اختياري افعالن جو مُحاسبو ٿيندو. ڪائنات مان هر شيءَ الله تعاليٰ جي تسبيح خوان آهي پر اها اُنهن جي اضطراري تسبيح آهي انهيءَ ري انهيءَ تي اُنهن ڪي ڪو ثواب ڪونہ ملندو. تون اُن ڪي هٿ ۾ تلوار ڏي جيستائين انسان وٽ تلوار نہ هجي اهو نہ غازي بنجي سگهي ٿو نہ ڌاڙيل. جڏهن تلوار ملي وڃي تہ پوءِ غازي هجڻ جو ثواب يا چور هُجڻ جو عذاب مُرتب ٿيندو. انسان ڪي كَرَّمْنَا (بنی اسرائیل-۷۰) جي فضيلت هن ڪري حاصل آهي تہ اُن ۾ برائيءَ جي بہ طاقت آهي ۾ ڀلائي جي بہ، قرآن پاڪ ۾ مذڪور آهي تہ ”اسان بني آدم ڪي عزت بخشي.“ نيڪ عمل ڪرڻ وارا ٻين جي لاءِ بہ راحت جو سبب آهن ڪافر ٻين جي لاءِ بہ مصيبت آهن. دنيا ۾ جيتري قدر تعريفون آهن اهي انسان جي اختياري افعالن تي آهن. دوزخ ۾ وڃي ڪري دوزخي عبادت ڪندا پر اها اُنهن جي اِضطراري عبادت هوندي جيڪا غير مُعتبر آهي. انسان ڪي اُن وقت جو قدر ڪرڻ گهرجي جنهن ۾ اُن ڪي اختيار حاصل آهي اهوئي سندس نفعي جو سرمايو آهي. جڏهن قدرت باقي نہ رهندي اُن وقت جي نيڪي بيڪار آهي. حضرت موسيٰ عليہ السلام وري مُحبت سان اُن ڪي نصيحت ڪئي تہ جيڪڏهن تون جانورن جي ٻولي ڄاڻي وئين تہ تون شرمنده ٿيندين جانورن جي ٻولي سمجهڻ تنهنجي لاءِ مٺي جو سُور بنبو.

**نوجوان جو رڳو پنهنجي ڪڪڙ ۽ ڪُتي جي ٻولي سکڻ لاءِ عرض:**

اڳ ۾ اهو اصرار ڪندڙ هو ته سڀني جانورن جي ٻولي سيکي وڃي هاڻي ان تي راضي ٿي ويو ته فقط پنهنجي گهرجي ڪُڪڙ ۽ ڪتي جي ٻولي سکي وٺي ته اهو ڪافي آهي.

گفت بارے نُطق سگ کو بر درست
نُطقِ مرغِ خانگی کاہل پرست

ترجمو: ”هن چيو ته ڪُتي جي ٻولي جيڪو در تي پيو هوندو آهي، گهريلو ڪُڪڙ جي ٻولي جيڪو ڪنين وارو پکي آهي.“

حضرت موسىٰؑ فرمايو ته الله تعالىٰ جي طرفان مون کي ان جي سيکارڻ جي اجازت اچي ويئي آهي، تون هاڻي سکي وٺندين. اهو شخص ان آزمائش جي لاءِ ته ٻولي سمجهڻ لڳو آهي يا نه؟ صُبح جو گهر جي دروازي تي بيهي رهيو. ٻانهيءَ دسترخوان ڇنڊيو ته پُراڻي مانيءَ جا ٽڪرا ڪِريا جن کي ڪُڪڙ ڳِروي شيءِ وانگر جهٽي ورتو. ڪُتي چيو ته تو مون تي ظُلم ڪيو آهي هيءَ مانيءَ جو ٽڪرو منهنجو حِصو هو، تون داڻا چڳي سگهين ٿو آئون ماني ڪائي سگهان ٿو اهو ٽڪرو منهنجو حصو هو جيڪو تون جهٽي ورتو.

**ڪُڪڙ جو ڪتي کي جواب**

پس خُرد سش گفت تن زن مخور
کہ خدا بدھد عوض زیں بہ دگر

ترجمو: ”پوءِ ڪُڪڙ اُن کي چيو: چُپ ڪر غم نه ڪر، ڇاڪاڻ ته الله تعالىٰ ان کان بهتر ٻيو بدلو ڏيندو.“

سياڻي آقا جو گهوڙو مرندو پيٽ ڀري کائج. گهوڙي جو مرڻ ڪُتن جي عيد آهي، محنت ۽ ڪمائي کان سواءِ ڀلي خوراڪ آهي. مالڪ جڏهن اها ڳالهه ٻڌي ته گهوڙو وڪڻي ڇڏيائين. ويچارو ڪڪڙ ڪُتي اڳيان شرمندو ٿيو. ٻئي ڏينهن به ڪُڪڙ مانيءَ جا ٽڪر ڪٽي پڳو. ڪُتي دانهن ڪئي ته اي مڪار ڪڪڙ! ايترو ڪوڙ! تون ظالم ۽ بي اعتبار آهين. اهو گهوڙو جنهن جي باري ۾ تو چيو ته مري ويندو، ڪُتي مُئو آهي؟ تون سچائي کان محروم انڌو نجومي آهين. ڪُڪڙ چيو ته مالڪ گهوڙو وڪڻي ڇڏيو ۽ نقصان کان بچي ويو. اهو گهوڙو ٻي پاسي مري ويو آهي پر سياڻي ان جو خچر مرندو، اهو ڪتن لاءِ نعمت ٿيندو. مالڪ خچر به وڪڻي ڇڏيو ۽ نقصان کان بچي ويو. ٽئين ڏينهن ڪُتي ڪڪڙ کي چيو ته اي ڪوڙن جا سردار! ڪيترا ڏينهن تنهنجو ڪوڙ هلندو. ڪُڪڙ چيو ته مالڪ خچر جلدي وڪڻي ڇڏيو پر سياڻي هن جو غلام بيمار ٿيندو. جڏهن غلام مرندو تڏهن هن جو مالڪ ۽ مائٽ خير خيرات طور مانيون ورهائيندا، پوءِ تون کائي ڍؤ ڪج. جڏهن مالڪ اها ڳالهه ٻڌي تڏهن غلام کي به وڪڻي ڇڏيائين ۽ نقصان کان بچي ويو ۽ شُڪر ادا ڪيائين ته ٽن نُقصانن کان بچي ويس. جڏهن کان مون ڪُڪڙ ۽ ڪُتي جي ٻولي سکي آهي بُرائي کان بچي ويو آهيان.

**ٽيئي دعوائون ڪوڙيون ثابت ٿيڻ سان ڪُڪڙ جو ڪُتي اڳيان شرمنده ٿيڻ**

روزِ دیگر آں سگِ محروم گفت
کاۓ خُروسِ ژاژ خا کو طاق و جُفت

ترجمو: ”ٻئي ڏينهن ان محروم ڪتي چيو ته اي بڪواسي ڪڪڙ! اِڪي ۽ ٻڏي ڪٿي آهي؟“

تو جيڪي پيشن گويون ڪيون هيون ڪوڙيون نڪتيون، اوهين ڪوڙا آهيو. ڪُڪڙ جواب ڏنو تہ اسين ٻانگي وانگر سچ ڳالهائيندڙ آهيون، سج تي نظر رکڻ وارا ۽ وقت جي جُستجو ڪرڻ وارا آهيون. ڪُڪڙ صبح صادق جي وقت ٻانگ ڏيندو آهي. ڪُڪڙ جيڪڏهن اونداهي ڪوٺي ۾ بہ هجي تہ بہ اُن کي صبح صادق جو احساس ٿي ويندو آهي. جهڙيءَ طرح ڪُڪڙ آسماني سج جو پاسبان آهي اهڙي طرح عارف ڪامل الله تعاليٰ جا آسمان آهن ۽ اهي انسانن ۾ جيڪي اسرارِ خداوندي آهن انهن کي سُڃاڻي وٺندا آهن. ڪُڪڙن کي الله تعاليٰ صبح جي نماز جي وقت اطلاع ڏيڻ جي لاءِ پيدا فرمايو آهي پر جيڪو ڪڪڙ بنا وقت جي ٻانگ ڏيندو آهي اُن کي ذبح ڪيو ويندو آهي ڪڪڙ کان غلطي ٿي ويندي آهي. معصوم فقط انبياء آهن يا جبرئيل عليہ السلام جيڪو وحي آڻيندو آهي. مالڪ ڪُڪڙ کان غلام جي مرڻ جي پيشن گوئي ٻُڌي اُن غلام کي جلدي وڪڻي ڇڏيو ۽ اهو خريدار وٽ وڃي مري ويو. اُن مالڪ پنهنجو مال بچايو پر نتيجي ۾ اُن جي جان هلاڪ ٿي. هڪڙو نقصان قضاءِ قدر ۾ گهٽن نقصانن جو دفعيہ هوندو آهي. دنياوي عدالتن ۾ انسان مال خرچ ڪري جان بچائيندو آهي. قضا جي معاملي ۾ تون بي خبر آهين ۽ الله تعاليٰ کان مال لِڪائين ٿو. جيڪڏهن تنهنجو مال توتي قربان ٿي وڃي تہ اهو تنهنجو نقصان نہ پر نفعو آهي.

**ڪڪڙ جو آقا جي مرڻ جي خبر ڏيڻ**

*ليڪ فردا خواهد او مُردن يقين*
*گاوَ خواهد ڪُشت وارث در حنين*

ترجمو: ”اهو سڀاڻي يقيناً مرندو، ان جي غم ۾ وارث ڍڳي ذبح ڪندا.“

توکي سڀي غذا ملندي، پاڙيسري بہ کائي ڌِوَ ڪندا. گهوڙي ۽ خچر جو مرڻ ۽ غلام جو مرڻ هن متڪبر ناتجربيڪار جي غذا کي موٽائڻ وارو هو. هن پنهنجو پاڻ کي نقصان کان بچايو. جيڪڏهن مال ضايع ٿئي ها تہ جان بچي وڃي ها. درويش جا مجاهدا جسم جي تڪليف ۽ جان جي بقا آهي. سلوڪِ معرفت طئي ڪرڻ وارو جيئن تہ فناءِ جسم ۾ بقاءِ روح سمجهندو آهي. انهيءَ ڪري رياضتن ۾ بدن کي ڳاريندو آهي. انسان جيڪي ڪجھ ڪري ٿو اهو عيوض ۽ بدلي جي لالچ ۾ ڪري ٿو. بي غرض ڪم ڪرڻ الله تعاليٰ جي صفت آهي. جيئن تہ عارف ڪامل اخلاقِ خداوندي حاصل ڪندا آهن انهيءَ ڪري انهن جا ڪم بہ غرض کان خالي هوندا آهن. الله جا ڪم غرض کان خالي هن لاءِ آهن تہ هو بي نياز آهي ۽ انسان جا ڪم غرض تي هن لاءِ مبني آهن تہ اهو فقير ۽ محتاج آهي. ٻار بہ جيستائين سُنو عيوض نٿو ڏسي ونئي تيستائين پنهنجي شيءِ ڪونہ ڏيندو آهي. دنيا جا سڀ ڪاروبار بدلي ۽ عيوض جي بنياد تي هلن ٿا. واپاري پنهنجو عمده قسم جو سامان گراهڪ کي بدلي جي لالچ ۾ ڏيڪاري ٿو. دنيا ۾ جيڪو ماڻهو سڪٿو سلام ڪري ٿو، اهو بہ ڪنهن نہ ڪنهن وقت اُن جو بدلو وٺڻ جي لاءِ دامن پڪڙي ٿو. الله جي طرفان جيڪو سلام پُهچي ٿو اهو غرض کان خالي هوندو آهي. مون اهل الله جي زبان مان الله جو پيغام ۽ سلام ٻڌو آهي. آئون اُن سلام جي توقعّ تي عوام جو سلام دل ۽ جان سان قبول ڪريان ۽ ٻُڌان ٿو تہ شايد انهن مان ڪو ان طرح جو سلام هجي. اهل الله جو سلام الله جو سلام هن سبب جي ڪري ٿيو آهي تہ اُنهن پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي اهي فنا في الله ۽ باقي بالله آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن جي زبانن تي اسرارِ خداوندي هوندا آهن. رياضتن ۽ مُجاهدن سان جسم کي فنا ڪيو ويندو آهي تہ اهو خود زنده ۽ قوي ٿيندو آهي. اهل الله کي اهو درجو انهيءَ ڪري حاصل ٿيندو آهي. جانورن جي ٻولي سِکڻ واري ڪڪڙ کان جڏهن پنهنجي موت جي خبر ٻڌي تہ گهبرائي حضرت موسيٰ ڏانهن ڀڄي ويو.

اُن شخص جو اُن وقت حضرت موسيٰ عليه السلام ڏانهن پناهہ جي لاءِ ڊوڙڻ جڏهن هُن پنهنجي موت جي خبر ٻُڌي

چوں شنید ایں‌ها رواں شُد و تیز تُفت
بر درِ موسیٰؑ کلیم اللہ رفت

ترجمو: ”جڏهن اُن اهو ٻڌو تہ تيزيءَ سان ڊوڙندو موسيٰ عليه السلام ڪليم الله جي دروازي تي پهتو.“

حضرت موسيٰ عليه السلام جو لقب ڪليم آهي ڇاڪاڻ تہ ڪوهِ طور تي اُن جي الله تعاليٰ سان گُفتگو ٿي هئي.
حضرت موسيٰ عليه السلام طنزاً فرمايو تہ ٻين شين کي وڪڻي ڪري جهڙي طرح تون نقصان ڪان بچي وئين اهڙي طرح پنهنجو پاڻ کي بہ وڪڻي ڇڏ! مرڻ واريون شيون ٻين کي وڪڻي تو اُنهن کي نقصان پهچايو ۽ پنهنجو ٿيلهو ڀريو. اهي ڳالهيون جڏهن پردي ۾ هيون آئون اُن وقت سمجهي ويس پرتو پنهنجي بڇڙي انجام کي هاڻي سمجهيو آهي. اهو همراهہ روئڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ هاڻي مون کي وڌيڪ شرمنده نہ ڪريو آئون تہ نالائق هئس. مون کان نالائقي سرزد ٿي، توهان مون نالائق کي سُٺو بدلو عطا ڪريو. عام طور تي سُنتِ الاهي اها ئي آهي تہ قضاءِ قدر ڪونہ ٽرندي آهي.
حضرت موسيٰ عليه السلام فرمايو تہ آئون بهترين انصاف واري درخواست ڪندس تہ تون مومن ٿي مرين. تنهنجو مومن ٿي مرڻ ئي اصل زندگي حاصل ڪرڻ آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام اُن سان اهي ڳالهيون ڪري رهيو هو تہ اُن کي اُلٽي آئي ۽ دل ڪچي ٿيڻ لڳي. ماڻهن ٿالهہ آندو تہ اُن ۾ اُلٽي ڪري تان تہ فرش خراب نہ ٿئي. موت جي اُلٽيءَ سان آرام حاصل ڪونہ ٿيندو آهي پر بدهضميءَ جي اُلٽي باعث سڪون هوندي آهي. چار ماڻهو ڪٽ تي ليٽائي همراهہ کي کڻي ويا، سڪرات شروع ٿي ويئي. قضاءِ قدر سان ٽڪر کائڻ پنهنجو موت گهرڻ آهي ۽ ٽڪر کائڻ وارن جو اهوئي انجام هوندو آهي.

حضرت موسيٰ عليه السلام جو اُن شخص جي ايمان جي لاءِ سلامتيءَ جي دعا گهرڻ

گفت موسیٰؑ در مناجات آں سحر
کاۓ خدا ایمان ازو مستاں مبر

ترجمو: ”اُن صبح جو (حضرت) موسيٰ عليه السلام دعا ۾ عرض ڪيو تہ اي خدا! هن جو ايمان نہ ڦر.“

هن گنهگار جي خطا تي ان جي گرفت نہ فرماءِ، پنهنجي شهنشاهي جو مظاهرو فرمائي هن کي معاف ڪر. مناجات ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام عرض ڪيو تہ منهنجي ڳالهہ کي اُن تارڻ تي معمول ڪيو ۽ ڪمزور سمجهيو. خطري ۾ پوڻ هر شخص جو ڪم نہ آهي. نانگ ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جهڙو شخص هٿ وجهي سگهي ٿو. خدائي رازن کان اهو واقفيت حاصل ڪري جنهن ۾ ضبط جي طاقت هجي ۽ چپ نہ چوري. پاڻيءَ ۾ ٻُڀي ڏيڻ آبي جانورن جو ڪم آهي. اهو شخص اهل نہ هو ۽ راز ڪان واقفيت حاصل ڪري تباهہ ٿيو.

حضرت موسيٰ عليه السلام جي دعا کي الله تعاليٰ جو قبول فرمائڻ

گفت بخشیدم بدو ایمان نعم
ور تو خواہی ایں زماں زندش کنم

ترجمو: ”الله تعاليٰ فرمايو تہ هائو، مون اُن کي ايمان بخشيو. جيڪڏهن تون چاهين تہ آئون اُن کي هاڻي زنده ڪريان.“

حضرت موسيٰ عليه السلام جي دُعا قبول فرمائي الله تعاليٰ ارشاد فرمايو تہ اسان ان کي ايمان عطا ڪيو. جيڪڏهن

توهان چاهيو تہ اسين اُن کي ٻيهر زندگي بخشيون. نہ فقط اُن کي پر توهان جي دُعا سان سڀني مُردن کي زندگي بخشي ڇڏيون. حضرت موسيٰ عليه السلام عرض ڪيو تہ هيءَ دنيا تہ فنا جي جڳهہ آهي، هتي جيڪڏهن توهان ٻيو دفعو بہ زندهہ ڪريو تہ آخر فنا آهي. عالمِ آخرت جي زندگي دائمي آهي، اها اُن کي بخشيو ۽ ٻين مُردن تي جيڪي عدم جي تهہ خاني ۾ آهن، توهان جي دربار ۾ حاضر آهن انهن تي رحم فرمايو. قرآن پاڪ ۾ مُردن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ وَاِنْ كُلٌّ لَّمَّا جَمِيْعٌ لَّدَيْنَا مُحْضَرُوْنَ ﴿٣٢﴾ (يٰسٓ-٣٢) ”يقيناً سڀ مخلوق اسان جي اڳيان حاضر ٿيل آهي.“ بزرگ رومي رحمه الله اِن قصي جي نتيجي ۾ فرمائي ٿو تہ هي سمجهو تہ جسم ۽ مال جو نقصان جان جي نفعي ۽ وبال کان رهائي جو سبب بنجي ٿو. انسان جو فرض آهي تہ مُجاهدا ڪري جسم کي گهٽائي تان تہ روح کي واڌ حاصل ٿئي. جهڙي طرح عمداً مُجاهدا ڪري جسم کي گهٽائڻ جو نتيجو روح جي باليدگي آهي، اهڙي طرح انسان کي قدرتي طور تي جيڪا جسماني تڪليف پهچي ٿي اها بہ اختياري مجاهدن جو ڪم ڪري ٿي، اُن تي انسان کي شُڪر ادا ڪرڻ گهرجي. جيڪي جسماني مصيبتون خداوندي حُڪم سان پُهچن ٿيون اهي رياضت ۽ مُجاهدي جو ڪم ڪن ٿيون تہ ڄڻ الله تعاليٰ پنهنجي حُڪم سان مُجاهدي ۾ لڳائي ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪري اهي مصيبتون وڏيڪ شُڪر جو سبب آهن.

**عورت جي اولاد جو نہ بچڻ الله پاڪ طرفان اِن کي مجاهدي ۽ رياضت جي قائم مقام ٿيڻ**

هن حڪايت مان بہ هي سمجهايو اٿس تہ اُن عورت جون قدرتي مصيبتون بہ ان جي مرتبن جي بُلنديءَ جو سبب هيون.

ايں حكايت بشنود و عظے شمر
تانگردی خستہ از نقص و ضرر

ترجمو: ”هيءَ حڪايت ٻُڌ ۽ نصيحت حاصل ڪر، تان تہ تون نقصان ۽ تڪليف کان خستہ دل نہ ٿئين.“ مطلب تہ هن قصي مان نصيحت حاصل ڪر.

اها عورت هر سال ٻار ڄڻيندي هئي پر اُن جو ٻار ڇهن مهينن کان وڌيڪ زندہ نہ رهندو هو، ٽن چئن مهينن ۾ مري ويندو هو. اُن عورت هيءَ شڪايت ڪئي تہ نو مهينا حمل جي مصيبت جهليان ٿي، فقط چار يا ٽي مهينا ٻار جي خوشي حاصل ٿئي ٿي. اُن عورت جا ويهہ ٻار لڳاتار ائين مُئا تہ انهن مصيبتن اُن جي لاءِ مُجاهدن جو ڪم ڪيو ۽ اُن تي غيب جا اسرار نمودار ۽ ظاهر ٿيڻ لڳا. هڪڙي رات غيب جا اسرار هن طرح ظاهر ٿيا جو هُن خواب ۾ جنت ڏٺي. جنت جي متعلق حديث قدسي ۾ آهي تہ الله تعاليٰ فرمايو: اَعْدَدت لعبادي الصالحين مالا عين رأت ولا اذن سمعت ولا خطر علىٰ قلب بشر ”مون پنهنجي نيڪ ٻانهن جي لاءِ اهي نعمتون تيار ڪيون آهن جن کي نہ ڪنهن اک ڏٺو، نہ ڪنهن ڪَنَ ٻڌو ۽ نہ ڪنهن انسان جي دل ۾ اهي نعمتون گذريون. الله تعاليٰ جهڙي طرح پنهنجي نور کي چراغ ۽ ڏيئو فقط انسانن جي فهم ۽ سمجهہ جي لاءِ فرمايو آهي، اهڙي طرح جنت جو ذڪر آهي، ورنہ جنت جي حقيقت فهم کان بالاتر آهي. عورت جنت ڏسڻ سان مست ٿي ويئي. جنت ۾ هڪڙي محل تي پنهنجو نالو لکيل ڏٺائين. تڏهن هاتفي آواز آيس تہ ان گهر جي حاصل ڪرڻ لاءِ گهڻي عبادت جي ضرورت آهي. اهو گهر توکي ملڻو هو ۽ جيئن تہ تون عبادت ۾ ٿوري سُست هئين، خدا تنهنجي لاءِ مصيبتون مقدر ڪري ڇڏيون آهن تان تہ اهي عبادتن جي قائم مقام ٿي وڃن. جيستائين غيبي اسرار ڏسڻ واريون اکيون ميسّر نہ ٿين تيستائين انسان، انسان ڪرنہ بنبو آهي. جيتري قدر مصيبتون آهن انهن ۾ حڪمتون آهن ۽ اهي اسباب ڪڏهن انسان جي فائدي لاءِ نازل ڪيا ويندا آهن. اهڙي طرح سمجهہ تہ ڪنهن شخص ۾ رت جي زيادتي هئي پر هو سِڱي ڪونہ لڳرائيندو هو. قُدرت ان جي ناڪيلي جاري ڪري ڇڏي جنهن جي ڪري هو بُخار کان بچي ويو. هر ميوي ۾ مغز هوندو آهي جيڪو ڇِلڪي ۽ کل کان افضل هوندو آهي. اهڙي طرح انسان ۾

هڪ مغز آهي جيڪو روح آهي، ٻيو ڇلڪو ۽ ڪل آهي اهو جسم آهي. جيڪڏهن انسان آدم عليه السلام جو اولاد آهي ته اُن کي پنهنجي پيءُ وانگر روح جو مُربي ۽ طالب بنجڻ گهرجي.

**حضرت حمزه رضي الله عنه جو جنگ ۾ بنا زره جي اچڻ**

هن حڪايت مان هيءُ ٻڌائڻ مقصد آهي ته حفاظت جي شيءِ جسم نه پر روح آهي.

در جوانی حمزه عمّ مصطفیٰ
با زره می شد مدام اندر وغا

ترجمو: "مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جو چاچو حضرت حمزه رضي الله عنه جواني ۾ هميشه جنگ ۾ زره پائي ايندو هو."

آخري عمر ۾ حضرت حمزه رضي الله عنه زره کان سواءِ پاڻ جنگ جي صفن ۾ بيهندو ۽ سينو کولي ڇڏيندو هو ۽ اڳيان صف ۾ بيهندو هو. ماڻهن پڇا ڪئي ته اي رسول جا چاچا! پنهنجو پاڻ کي هلاڪت ۾ نه وجهو. توهان الله جو اهو پيغام ڪونه پڙهيو آهي ته "پوءِ توهان پاڻ کي هلاڪت ۾ چو ٿا وجهو؟" (البقره-١٩٥) جڏهن توهان جوان هوندا هئا ته زره کان سواءِ جنگ ۾ ڪونه ويندا هئا. هاڻي جڏهن ڪمزور ۽ پوڙها ٿي ويا آهيو، تڏهن ائين جنگ ۾ زور آزمائي ڪريو ٿا. ائين مُناسب نه آهي جو اوهان جهڙو شينهن دُشمن جي هٿان بري طرح قتل ٿئي. قرآن شريف جي آيت وَلَا تُلْقُوْا(البقره-١٩٥) آهي. ڪن مفسرن ان آيت جو مطلب اهو ئي بيان ڪيو آهي ته ڄاڻي ٻُجهي ڪري پنهنجو پاڻ کي هلاڪت ۾ نه وجهو. ڪن مفسرن "تَهلُڪ" جي معنيٰ جهاد ڇڏڻ واري ڪئي آهي. جيئن بخاري شريف جي هڪ روايت ۾ ٻڌايو ويو آهي. ان صورت ۾ آيت جو مطلب هيءُ ٿيندو ته جهاد ڇڏي ڪري پنهنجو پاڻ کي تباهه نه ڪريو.

**اُنهن ماڻهن کي، حضرت حمزه رضي الله عنه جو جواب ڏيڻ**

گفت حمزهؓ چونکه بودم من جوان
مرگ می دیدم وداعِ ایں جهاں

ترجمو: "حضرت حمزه رضي الله عنه فرمايو ته جڏهن آئون جوان هئس هن دنيا کي ڇڏڻ موت سمجهندو هئس."

حضور صلي الله عليه وسلم جن جي فيض کان اڳ ۾ هن موت کي موت سمجهندو هئس، هاڻي ان موت کي ابدي زندگيءَ جو سبب سمجهان ٿو. هاڻي دنياوي زندگي آخرت جي زندگي جي مقابلي ۾ بلڪل حقير نظر اچي ٿي. هاڻي عالمِ غيب جو ميدان ڏسان ٿو جنهن ۾ خيمه در خيمه الله جي نور جا سپاهي مُقيم آهن. آئون حضور صلي الله عليه وسلم جن جي ذات جو شڪر گذار آهيان جنهن جي ڪري مون کي هن دنيا ۾ عالمِ غيب جا اسرار نظر اچن ٿا.

جيڪو شخص شهادت ۽ موت کي هلاڪت سمجهي ٿو اُن جي لاءِ وَلَا تُلْقُوْا (البقره-١٩٥) جو حڪم آهي پر جيڪو شخص موت ۽ شهادت کي اسرار غيبي جو دروازو کُلڻ سمجهي ٿو اُن جي لاءِ سَارِعُوا جو حڪم آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته وَسَارِعُوْٓا اِلٰى مَغْفِرَةٍ مِّنْ رَّبِّكُمْ(آل عمران-١٣٣) "۽ توهان جلدي ڪريو پنهنجي رب جي مغفرت ڏانهن." اهو موت اُنهن ماڻهن جي لاءِ نعمت جي دعوت آهي جيڪي الله جي مهرباني کي سمجهن ٿا. جيڪي ماڻهو موت کي مصيبت سمجهن ٿا اُنهن جي لاءِ موت بلا آهي. جيڪو موت کي يوسف عليه السلام وانگر محبوب سمجهي ٿو، اهو اُن تي جان قربان ڪري ڇڏي ٿو. جيڪو اُن کي بگهڙ سمجهي ٿو اهو پٺي ٿو ۽ گمراهه ٿئي ٿو. موت هر شخص سان اهو ئي معاملو ڪري ٿو جنهن جي اهو موت مان توقعّ رکندو آهي. جيڪو ان کي دوست سمجهندو آهي اُن سان موت دوستن جو معاملو ڪندو آهي ۽ جيڪو اُن کي دُشمن سمجهندو آهي اُن سان موت دشمن وارو معاملو ڪندو آهي. موت جو مثال آئيني جهڙو آهي. انسان جهڙو پاڻ آهي اهڙو ئي اُن جي لاءِ آئينو آهي. جيڪڏهن تُرڪ سهڻو ۽ حسين آهي ته

آئينو بہ اُن لاءِ حسين آهي. جيڪڏهن ڪارو ڪوجهو آهي تہ آئينو بہ اُن جي لاءِ ڪارو ۽ خراب آهي. جيڪو موت ڪان ڊڄي ٿو تہ اهو حقيقت ۾ پنهنجو پاڻ ڪان ڊڄي ٿو. جيڪڏهن انسان پاڻ خوفناڪ آهي تہ موت اُن کي خوفناڪ نظر ايندو. انسان ۽ موت جو مثال وڻ ۽ پنن جهڙو آهي. جهڙو وڻ هوندو پن بہ اهڙا هوندا. موت جي سُٺائي ۽ برائي خود انسان جي سُٺائي ۽ برائي تي موقوف آهي. موت ٿي نہ پر جيڪا بہ برائي ۽ سُٺائي انسان کي پيش اچي ٿي، اها خود اُن جي پوکيل هوندي آهي. انسان جي افعالن جي اجزا ۽ سزا صورت جي اعتبار سان افعالن سان مُشابهہ ڪونہ هوندي آهي. دنيا ۾ انسان کي ڪم جي مزدوري ملي ٿي اها بہ ڪم سان مشابهہ ڪونہ هوندي آهي. ان جو عمل عرض هوندو آهي ۽ مزدوري جوهر هوندي آهي. عمل محنت ۽ مشقت هوندو آهي ۽ مزدوري روپيا پئسا هوندي آهي. جيڪڏهن انسان دنيا ۾ ڪنهن برائي سان متهم هوندو آهي تہ اهو اهڙي ڪنهن مظلوم جي بددعا جو نتيجو هوندو آهي جنهن تي اُن ظلم ڪيو هوندو. جيڪڏهن تون هي چوڻ لڳين تہ مون ڪنهن تي تُهمت ڪونہ لڳائي هئي، مون کي سزا تُهمت جي صورت ۾ چو ملي تہ اها تنهنجي غلطي آهي. تون داڻو پوکين ٿو ۽ اُن جو ڦل ڪاٽين ٿو. داڻي ۽ ڦل ۾ ڪا ظاهري مُشابهت نہ آهي. زنا جي سزا سؤ دُرا آهن پر ڏٺو وڃي تہ زنا ۽ سؤ دُرن ۾ ڪا مشابهت نہ آهي. هڪ شيءِ جيڪا ٻي شيءِ تي مرتّب ٿئي ٿي ان ۾ ظاهري مشابهت ضروري نہ آهي. حضرت موسیٰؑ جي لٺ جو نتيجو نانگ آهي ٻنهين ۾ ڪا مشابهت نہ آهي. درد تي دوا جو ترتّب آهي اُن ۾ بہ ڪا مُشابهت نہ آهي. انسان جي نُطفي جي نتيجي ۾ جيڪو ٻار پيدا ٿئي ٿو اهو ڪڏهن بي يارو مددگار هوندو آهي تہ وري ڪڏهن نانگ وانگر موذي! پوءِ جڏهن نُطفي مان نانگ بنجي سگهي ٿو تہ لٺ مان نانگ بنجڻ ۾ ڪهڙو تعجب آهي. نہ نطفي ۽ ٻار ۾ مشابهت آهي ۽ نہ ڪمند ۽ ڪنڊ ۾ مشابهت آهي انسان جي عبادتن جو ثمر ۽ نتيجو بهشت آهي. انسان جيڪا الله جي حمد ۽ ثنا ڪري ٿو، اها پکين جي شڪل ۾ جنت ۾ اُن لاءِ هوندي. حمد ۽ تسبيح جنت ۾ جيڪا پکيءَ جي شڪل وٺندي، جيتوڻيڪ اُن ۾ ايتري قدر مناسبت آهي جو حمد ۽ تسبيح بہ هوائي شيءِ آهي ۽ پکيءَ جي نُطفي تي بہ هوا جو غلبو آهي پر ٻنهين ۾ ڪا صوري مشابهت نہ آهي. انسان جيڪو خير جو ڪم ڪري ٿو اهو جنت ۾ وڻن جي صورت ۾ نمودار ٿيندو. انسان جي صبر جو پاڻي، پاڻيءَ جي نهر جي صورت ۽ انسان جو جذبہ محبت کير جي نهر جي شڪل اختيار ڪندو. عبادت جو ذوق ماکيءَ جي نهر ۽ عشقِ الاهي جي مستي ۽ شوقِ شراب جي نهر بنبو. انهن نهرن جا اسباب هُنن نهرن جي مشابهہ نہ آهن. انهن چئن نهرن جا اسباب جهڙي طرح ٻانهن جي اختيار ۾ هئا، اهي چار نهرون بہ جنتيءَ جي اختيار ۾ هونديون، جهڙي طرح چاهيندو اهي اهڙي طرح روان ٿي وينديون. انسان کي پنهنجي نُطفي تي اختيار آهي، اهڙي طرح ان جو ثمر يعني اولاد بہ سندس حُڪم جي تابع هوندو آهي. اولاد پيءُ جي حُڪم جي مطابق عمل ڪندو آهي ۽ سمجهندو آهي تہ اسين پيءُ جي جز مان پيدا ٿيا آهيون جيڪو اُن رحم مادر ۾ رکيو هو. جن صفتن سان اهي نهرون بنيون جيئن تہ اهي اختياري هيون انهيءَ ڪري نهرن تي بہ جنتين کي اختيار حاصل هوندو. جنت جا وڻ بہ جيئن تہ انسان جي اختياري صفتن سان ٺهيا آهن، انهيءَ ڪري اهي بہ اختياري ٿيندا. جهڙي طرح جنت جون شيون انسان جي نيڪين مان بڻجن ٿيون اهڙي طرح دوزخ جو عذاب پڻ انسان جي گناهن مان ٺهي ٿو. ٿوهر جو ڦل جهنمين کي ڪارايو ويندو. ڪاوڙ جهنم جي باهہ جو سرمايو بڻي آهي. انسان جي ڪاوڙ جي باهہ انسانن کي ساڙيندي آهي تہ دوزخ جي باهہ بہ انسانن کي ساڙيندي. انسان جون اهي ڳالهيون جيڪي ٻين جي لاءِ نانگ ۽ وڇون جو ڪم ڪن ٿيون اهي دوزخ جا نانگ ۽ وڇون بڻبيون. انسان دنيا ۾ دوستن کي دوکو ڏيئي انتظار ڪرائيندو هو تہ ان انتظار سان اُن جي لاءِ حشر ۾ اهو انتظار پيدا ٿيندو جيڪو فيصلي جي تاخير سان اُن جي لاءِ انتهائي پريشانيءَ جو سبب ٿيندو. هو، دوستن سان ڪوڙا وعدا ڪري انهن کي انتظار جي تڪليفن ۾ مبتلا ڪندو هو ۽ پوءِ حساب جي انتظار ۾ خود پريشان ٿيندو. سج سوا نيزي جي بُلندي تي اُن مٿان هوندو. عبادت جا ڪوڙا وعدا ڪري آسمان وارن کي منتظر بنائيندو هو ۽ چوندو

هو ته هدايت تي هلندس. انسان جي ڪاوڙ دوزخ جو ٻج آهي ۽ انسان جي لاءِ هلاڪت جو ڄار آهي، انسان ڪاوڙ جي باھ کي دين جي نور سان وسائي سگهي ٿو. حديث شريف ۾ آهي ته مومن جڏهن پُلصراط تان لنگهندو تڏهن جهنم چوندو ته اي مومن! تون جلد لنگهي وڃ، تنهنجي نور منهنجي باھ وسائي ڇڏي آهي. بزرگ روميؒ فرمائي ٿو ته اسين شُڪرگذار آهيون ته اي هادي! تنهنجي دين جي نور اسان جي ڪاوڙجي باھ کي وسائي ڇڏيو آهي. جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي بُردباري سان ڪاوڙ جي باھ کي وسائڻ چاهيندو ته اها ڦُلهيار ۾ دٻجي ويندي بلڪل ڪونه وسامندي. جيئن ته اها بلڪل ڪونه اُجهاڻي آهي تنهنڪري ڪنهن وقت نمودار ۽ ظاهر ٿي ويندي. دين جي نور کي اُن باھ جي وسائڻ جو پاڻي سمجهو. جيڪڏهن اهو حاصل ٿي وڃي ته پوءِ باھ مان خطرو نه آهي. پاڻي باھ کي وسائي ٿو، انهيءَ ڪري باھ اُن جي پيداوار کي جلا ڏيندي آهي. هيئن سمجهو ته اهل الله ۽ بناوٽي بظاهر هڪ جهڙا آهن پر حقيقت ۾ ٻئي متضاد آهن. هڪ پاڻي آهي ته ٻيو تيل جيڪو باھ کي وڌيڪ پکيڙيندو آهي. سچو سونهون ۽ جعلي شيخ پنهنجي پنهنجي رستي تي هلائيندا آهن. ٻنهين جو مثال وسوسو ۽ الهام آهي. ٻئي عقلي ۽ غير محسوس شيون آهن پر ٻنهين ۾ تمام وڏو فرق آهي. وسوسو ۽ الهام ٻئي دل جي بازار ۾ اچي ڪري پنهنجي پنهنجي سامان جي تعريف ڪندا آهن تان ته انسان اُنهن ڏانهن راغب ٿي وڃي.

**خريد و فروخت ۾ دوکي کائڻ کان بچڻ جي تدبير**

آں یکے یارے پیمبرؐ را بگفت
کہ منم در بیعہا باغبن جُفت

ترجمو: "هڪڙي صحابيءَ پيغمبرﷺ کي عرض ڪيو ته آئون معاملات ۾ نُقصان ۾ وڃان ٿو."

حديث شريف ۾ آهي ته مُنقد بن حبان تميمي ؓ حضورﷺ کي عرض ڪيو ته آئون ڪاروباري معاملي ۾ دوکو کائي وڃان ٿو. تڏهن حضورﷺ فرمايو ته توهان معاملي ڪرڻ وقت هي چوندا ڪريو: لَا خَلَابَةَ وَلِيَ الْخِعَارُ ثَلَاثَةَ أَيَّامٍ دوکو نه هجي مونکي ٽن ڏينهن تائين جو اختيار آهي، جلدبازي نه ڪج. حديث شريف ۾ آهي ته اَلتَّاَنِّيْ مِنَ الرَّحْمٰنِ وَالْعَجَلَةُ مِنَ الشَّيْطَانِ "توقف ڪرڻ الله جي طرفان آهي ۽ جلدبازي ڪرڻ شيطان جي طرفان آهي." ڪتي کي ٻه ٽڪر ڏيندؤ ته جلدي ڪونه کائيندو آهي پر ان کي سنگهي پوءِ کائيندو آهي، جهڙي طرح ڪُتو نڪ سان سنگهي ٿو، اسانکي عقل جي ذريعي ان ڳالهه کي پرکڻ گهرجي. الله تعاليٰ زمين ۽ آسمان کي ڇهن ڏينهن ۾ آهستي آهستي بڻايو آهي. الله تعاليٰ جو امر "ڪن" جنهن سان شيءِ جلدي وجود ۾ اچي ويندي آهي، انسان جا عضوا چاليهن سالن ۾ مڪمل ٿيندا آهن. خدا کي هيءَ طاقت آهي ته هڪ گهڙي ۾ سوين مڪمل انسان پيدا ڪري ڇڏي. هڪڙي ڦوڪ سان مڪمل انسان حضرت عيسيٰ الله جي حڪم سان زنده ڪندو هو. الله جي عمل ۾ آهستگي انسانن جي تعليم جي لاءِ آهي ته اهي به ڪمن ۾ اهو طريقو اختيار ڪن. هڪ ننڍڙي نهر جيڪا آهستي آهستي مسلسل جاري رهندي آهي اها ڪڏهن پليت ۽ گندي نه ٿيندي آهي. آهسته روي سان اقبال ۽ سُرور حاصل ٿيندو ۽ نيڪ بختي جي دولت حاصل ٿيندي آهي. آهسته روي سان نيڪ بخت جي دولت پيدا ٿيندي آهي. اهو ائين آهي جيئن آني مان پکي ڦٽندو آهي. حالانڪ ٻنهي ۾ ڪا صوري مشابهت نه آهي جهڙي طرح عمل ۽ ان جي نتيجي ۾ مشابهت ضروري نه آهي، اهڙي طرح هيءَ به سمجهڻ گهرجي ته بظاهر ٻه عمل صورت ۾ هڪ جهڙا هوندا آهن پر انهن جا نتيجا مختلف هوندا آهن، جيئن نانگ ۽ جهرڪيءَ جو آنو هڪ جهڙا آهن پر نتيجو ٻنهي جو مختلف آهي. ڪاڇن جو ٻج ۽ پستي جو ٻج بظاهر هڪ جهڙو آهي پر نتيجو مختلف آهي. بظاهر وڻن جا پن هڪ جهڙا نظر اچن ٿا پر انهن تي ڦل مختلف آهن. اهڙي طرح انسانن جا جسم هڪ جهڙا پر عملن جا نتيجا روح تي مختلف ٿين ٿا. اهڙي طرح نيڪ ۽ بد جو روح هڪ جهڙو نظر

اچي ٿو پر موت جا نتيجا هر شخص تي مختلف مرتب ٿين ٿا. هن ڳالهه جو خاتمو نه آهي. هاڻي ٿون حضرت بلال رضي الله عنه ۽ هلال جي ڪارنامن جي ڳالهه ڪر.

**حضرت بلال رضي الله عنه جو خوشي ۽ مستيءَ جي حالت ۾ وفات ڪرڻ**

چوں بلالؓ از ضُعف شد ہمچو ہلال
رنگِ مرگ اُفتاد بر روئے بلالؓ

ترجمو: "جڏهن حضرت بلال رضي الله عنه ڪمزوريءَ جي ڪري چنڊ وانگر ٿي ويو، ته سندس چهري تي موت جا آثار اچي ويا."

هو، پهرين رات جي چنڊ وانگر زرد ۽ ڪمزور ٿي ويو. حضرت بلال رضي الله عنه جي گهر واري اُن کي ڏٺو ۽ پٽڻ لڳي: آءٌ ڦرجي ويس! تڏهن حضرت بلال رضي الله عنه اُن کي چيو: اهڙي ڳالهه نه آهي، خوشيءَ جو وقت آهي. زندگي مصيبتن جو سبب هئي، موت عيش ۽ عشرت جو سبب آهي. حضرت بلال رضي الله عنه جا حالات ان ڳالهه جي شاهدي ڏئي رهيا هئا ۽ موت جا چڱا آثار اُن تي مرتب ٿي رهيا هئا. جنهن جي دل سياهه ۽ ڪاري آهي اهي بلال رضي الله عنه کي سياه روءِ ڏسن ٿا پر ڪنهن شيءِ جو ڪارو رنگ ان جي حقارت جو دليل نه آهي. اک جي ماڻڪي ڪاري آهي پر ان جي فضيلت ظاهر آهي. اندو روسياه آهي ۽ ماڻڪيءَ وارو چنڊ جو آئينو آهي. بلال رضي الله عنه کي اک جي ماڻڪيءَ جهڙو افضل اها ئي ذاتِ گرامي سمجهي سگهي ٿي جنهن کي خود سيني انسانن ۾ اهو ئي مرتبو حاصل آهي جيڪو اک جي ماڻڪيءَ کي سيني عُضون ۾ حاصل آهي. حضرت بلال رضي الله عنه جي حقيقي وصفن کي حضور صلي الله عليه وسلم ۽ صحابي سمجهي سگهيا. حضور صلي الله عليه وسلم ۽ صحابه رضي الله عنه کانسواءِ ٻيا ماڻهو ان جي صحيح مرتبي کي حقيقي طور تي نه ٿي ڄاڻي سگهيا. فقط اُن کي تقليدي طور تي ڄاڻن ٿا. گهرواريءَ چيو نه توهان اڪيلا جدا ٿي مسافر بڻجي رهيا آهيو! حضرت بلال رضي الله عنه جواب ڏنو ته نه، دنيا سفر جي جڳهه آهي، اصل وطن عالم آخرت آهي. مومنن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي: فِيْ مَقْعَدِ صِدْقٍ عِنْدَ مَلِيْكٍ مُّقْتَدِرٍ (القمر-٥٥) "اهي مقتدر شهنشاهه وٽ سچائي جي جڳهه ۾ هوندا." اهو مقام جنهن ۾ مومنن کي جڳهه ملندي هر مومن ڏسي سگهي ٿو. شرط اهو آهي ته هو پنهنجي نظر بلند رکي ۽ پستيءَ ڏانهن نه ڏسي. ان حلقي ۾ الله جي خاص تجلي هوندي. گهر واريءَ چيو ته افسوس آهي، هي گهر ويران ٿي ويو. حضرت بلال رضي الله عنه فرمايو: چنڊ کي ڏس، ڪڪر کي نه ڏس، ويرانيءَ کانپوءِ نئين تعمير ٿيندي آهي.

**موت جي ڪري جسم جي برباد هجڻ جي حڪمت**

کرد ویراں تا کُند معمور تر
قوم اَنبُہ بود وخانہ مختصر

ترجمو: "ويران ڪيائين تان ته زياده آباد ڪري. ماڻهو گهڻا ۽ گهر مختصر هو."

هاڻي آءٌ معارف ۽ اسرارن جو خزانو بنجي ويو هئس، هن جسم ۾ ان جي گنجائش نه هئي. حضرت آدم عليه السلام اڪيلائيءَ کان گهبرايو، تڏهن حضرت حوا ۽ نسل جي پيدائش ٿي، جسم اونداهين کوهه وانگر آهي. آءٌ جيستائين فقير هئس، هن حقير جسم ۾ منهنجو روح رهي سگهيو ٿي، هاڻي جڏهن آءٌ اسرار ۽ معرفت جي ڪري بادشاهه بنجي ويو آهيان ته بلند محل جي ضرورت آهي. انبياءَ به ان جي ڪري دنيا کي ترڪ ڪري آخرت ڏانهن روانا ٿين ٿا. جيڪي مرده دل آهن انهن جي لاءِ هيءَ دنيا شان ۽ شوڪت واري آهي. هيءَ دنيا، دنيا وارن جي لاءِ وسيع ۽ اهل باطن جي لاءِ تمام تنگ آهي. جيڪڏهن دنيا تنگ نه آهي ته پوءِ ان جي رهڻ وارن ۾ گوڙ ۽ شور ڇو آهي ۽ هر پيري ڇو

جُهڪي وڃن ٿا، جُهڪڻ ته مڪان جي تنگيءَ جي ڪري ٿيندو آهي. دنيا جي تنگيءَ جو احساس اُن وقت ٿيندو آهي جڏهن انسان سُمهندو آهي ۽ ان جو روح آزاد ٿي ويندو آهي. دنيا جيڪا حقيقتاً تنگ آهي سا، محض نظربنديءَ جي ڪري وسيع معلوم ٿيندي آهي، ان جون مسرّتون ۽ فخر سڀ اُبتڙ آهن.

## دنيا وسيع هئڻ باوجود تنگ آهي ۽ خواب تنگيءَ کان ڇوٽڪارو ڏئي ٿو

همچو گرما به کر تفتيده بُود
اندر آئي جانت بخيده بُود

ترجمو: ”حمام وانگر جيڪو گرم هجي، تون اندر اچين تنهنجي جان مُرجهايل هجي.“

بزرگ روميؒ دنيا ڪي وسيع ۽ ڪشادو ۽ تنگ به ٻڌايو، هاڻي انڪي مثالن سان سمجهائي ٿو ته حمام جيڪو گرم هوندو آهي ۽ وسعت جي باوجود اُتي طبيعت تنگ هوندي آهي. اهڙي ريت اهو وسيع به آهي ۽ تنگ به. وسيع جهنگ ۾ جيڪڏهن ڪو تنگ جوتو پائي هلي ته اهو جهنگ وسيع به آهي ۽ اُن جي لاءِ تنگ به آهي. اهو ئي حال دنيا جو آهي، جيڪا وسعت جي باوجود تنگ آهي. وسيع جهنگ ۾ تنگ جوتي واري ڪي جيڪو ڏسندو اهو سمجهندو ته ڏاڍي آرام سان آهي حالانڪ هو، هي نٿو چاهي ته اهو ظالمن وانگر آهي جيڪي بظاهر خوش نظر ايندا آهن پر انهن جو روح آهون ۽ دانهون ڪندو آهي. انسان جڏهن ننڊ ۾ هوندو آهي ته چڻ اُن جي پيرن مان تنگ جوتو لهي ويندو آهي. ڪامل عارفن جو روح بيداري جي حالت ۾ اهڙي طرح آزاد رهندو آهي جهڙي طرح عوام جو روح ننڊ جي حالت ۾. ان جو مثال اصحابِ ڪهف وانگر آهي جيڪي دنيا جي لحاظ سان ننڊ ۾ هئا ۽ آخرت جي اعتبار سان سجاڳ هئا. الله وارا به بيداريءَ جي حالت ۾ خواب ڏسندا ۽ مُلڪِ عدم جو سير ڪندا رهندا آهن جنهن جو ڪو دروازو نه آهي. حضرت بلال ﷛ فرمايو ته زندگيءَ جي حالت ۾ روح هن جسم ۾ اَڏو ٽيڏو رهندو آهي جيئن ٻار ماءُ جي پيٽ ۾ ٽيڏو رهندو آهي. حمل جي مدت ۾ ائين هوندو آهي. بدن تي موت جي تڪليف اهڙي آهي جهڙي ٻار جي پيدا ٿيڻ ۾ ماءُ کي ويم دوران تڪليف ٿيندي آهي. موت کانپوءِ روح ملاءِ اعليٰ جو سير ڪندو آهي.

موت جي تڪليف جسم کي ٿيندي آهي، روح ان جي ڪري قيد کان آزاد ٿيندو آهي. هر انسان پنهنجي درد ۾ مبتلا آهي ۽ اُن کان باخبر آهي. عارف ڪامل ٻين جي احوالن کان ايتري قدر واقف هوندا آهن جو خود انسان پنهنجي احوالن کان ايترو واقف نه آهي. ڪامل درويش ماءُ جي پيٽ ۾ موجود ٻار جي احوالن کان به واقف هوندا آهن.

## جسم عرض آهي ۽ غفلت، سستي جو سبب آهي

غفلت از تن بُود چوں تن روح شُد
بنيد او اسرار راپے ہيچ بُد

ترجمو: ”غفلت جسم جي ڪري هئي. جڏهن جسم روح بڻيو ته ان يقيني طور تي اسرارن کي ڏسي ورتو.“

انسان جون سڀ غفلتون مادي بدن جي ڪري آهن. جيئن ته زمين آسمان جي وچ ۾ آهي انهيءَ ڪري زمين جي جنهن حصي تي سج پوي ٿو اتي ڏينهن هوندو آهي ورنه رات آهي. هاڻي جيڪڏهن زمين ان دائري مان خارج ٿي وڃي ته پوءِ ان جي هيءَ صفت بدلجي وڃي. اهڙي طرح جيڪڏهن مُجاهدن جي ذريعي جسماني حجاب رفع ڪيو وڃي ته روح هميشه منور رهي ۽ ان جي غفلت جا آثار طاري نه ٿين. ڪثيف ۽ ڳرو جسم ڪائيءَ مان پيدا ٿئي ٿو. اهڙي طرح ڪدورتون جسم مان پيدا ٿينديون آهن، روح انهن جو خزانو نه آهي. وهم دونهين وانگر آهي جيڪو غلطيءَ ۾ پوندو آهي. عقل محض نور آهي. رت ڇهري جي ڳاڙهاڻ جو سبب آهي. صفراءَ هيڊاڻ جو سبب آهي، بلغم سفيدي جو

سبب آهي، سودا ڪارڻ جو سبب آهي. جهڙي طرح ڇهري جا اهي حالات اسباب جي ڪري آهن اهڙي طرح روح جون ڪدورتون اسباب جي ڪري پيدا ٿينديون آهن ورنه روح روشن شيءِ آهي. آثارن جي تخليق به الله تعاليٰ فرمائي ٿو پر ظاهر ۾ فلسفي ان کي علت (سبب) ۽ موثر جو نتيجو قرار ڏي ٿو. اهو علم جيڪو استدلالي آهي ان ۾ غلطي واقع ٿئي ٿي. علم ڪشفي ۽ الهامي غلطي کان مبريٰ آهي. پيدا ٿيڻ ڪانپوءِ جڏهن انسان مجاهدن جي ذريعي ٻيو دفعو اصل حياتي حاصل ڪندو آهي ته اسباب کي لت هڻندو آهي ۽ مسبب الاسباب کي ئي حقيقي موثر سمجهندو آهي. فلسفي خدا کي علت اوليٰ قرار ڏين ٿا، متڪلمين ۽ اهل مذهب خدا کي فاعل مختار مڃين ٿا. علت کان معلول جو صدور اضطراري ٿيندو آهي. ظاهري سبب کي ڏسي ڪري مسبب حقيقي کان غفلت ڪونه هوندي آهي. جهڙي طرح روح ۽ عقل لامڪان ۾ رهندا آهن، اهڙي طرح هي به لامڪاني بنجي ويندو آهي. ان ڪامل روح جي اڳيان اسان جا عقل هيچ آهن.

**نص جي قياس سان تشبيهه**

هن مضمون مان هيءُ ثابت ڪري ٿو ته روح ڪامل جو الهام بمنزله نص جي آهي.

مجتهد ہرگہ کہ باشد نص شناس
اندراں صورت نیندیشد قیاس

ترجمو: ”مجتهد جيئن ته نص کان واقف هوندو آهي، اهو ان صورت ۾ قياس نه ٿو ڪري.“

اهو شخص جيڪو قرآن ۽ حديث ۾ ذڪر ڪيل احڪامن سان انهن شين تي حڪم لڳائيندو آهي جن جو حڪم قرآن ۽ حديث ۾ موجود ناهي، جيڪڏهن ڪا قرآن جي آيت يا حديث بطور نص جي موجود هوندي آهي ته ان جي ذريعي حڪم بيان ڪندو آهي، ورنه ڪنهن نص تي قياس ڪري حُڪم جاري ڪندو آهي. روح قدسي جو احساس بمنزله نص جي آهي ۽ اسان جو عَقل ۽ ادراڪ بمنزله قياس جي آهي، جيڪو نص کان گهٽ درجي جي شيءِ آهي. عقل روح مان استفادو ڪيو آهي ته روح اُن کان گهٽ ڪيئن ٿي سگهي ٿو. روح عقل ۾ موثر آهي ۽ عقل جي تدبير روح جي تاثير سان آهي. جيڪڏهن روح عقل ۾ تاثير به ڪيو آهي ته به عقل کي روح جي همسري مُناسب نه آهي. ان ۾ اهي اسباب ۽ علامتون ڪٿي آهن جيڪي روح ۾ آهن. عقل ڪڏهن روح جي تاثير کي روح سمجهي وِهندو آهي، اها اُن جي غلطي آهي. تاثير ۽ روح ۾ اهِو ئي فرق آهي جيڪو سج ۽ ان جي نور ۾ آهي. جڏهن اهو معلوم ٿي ويو ته نور ٻي شيءِ آهي ۽ سج ٻي شيءِ آهي ته سالڪ فقط نور تي اڪتفا نٿو ڪري پر سج تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. دنيا ۾ جيڪي قُدرت جا آثار آهن اهي فاني آهن جن جو وصول ذات تائين ٿي ويندو، اهو دائمي نور ۾ مستغرق رهندو. هاٿي نه ان جون جسمي ڪثافتون نور کان مانع رهنديون، نه مظاهرِ قدرت جو فنا ٿيڻ اُن جي لاءِ فراق جي سزا ڪوبيءَ جو سبب بنبو. اهڙو شخص اهو ئي هوندو جيڪو لاهوتي هوندو، جيڪڏهن اهو ناسوتي آهي ته هُن مجاهدن جي ذريعي پنهنجي ناسوتي هُجڻ کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. خاڪي ۽ ناسوتي ذات جي شُعاعن جو تاب نٿو سهي سگهي. ان کي هن طرح سمجهو ته جيڪڏهن سج زمين تي هميشه پوي ته اها برداشت نه ڪندي ۽ اُن ۾ قُنائڻ جي طاقت ئي نه رهندي. مڇي جيئن ته پاڻيءَ جي شيءَ آهي اها دائمي طور تي پاڻيءَ کي برداشت ڪري سگهي ٿي. نانگ خُشڪيءَ جو جيوَ آهي اهو سدائين سمنڊ ۾ نٿو رهي سگهي. اهڙي طرح لاهوتي ۽ ناسوتيءَ کي سمجهو. ڪڏهن ناسوتي، لاهوتي بنجڻ جي ڪوشش ڪندو آهي پر بحر وحدت اُن کي رُسوا ڪري ڇڏيندو آهي. هتي اهڙا لاهوتي انسان آهن جيڪي ناسوتي کي لاهوتي بنائي ڇڏيندا آهن. جيڪڏهن تون ناسوتي آهين ته لاهوتين جي صُحبت اختيار ڪر اهي توکي درياءِ وحدت ۾ ترڻ سيکاريندا. اهي لاهوتي اهڙو جادو ڪندا آهن جنهن سان ماهيت تبديل ٿي

ويندي آهي پر انهن جو جادو حلال آهي. گهڻين ناممڪن ڳالهين کي پنهنجي تصرّفات سان مُمڪن بنائي ڇڏين ٿا. اُنهن جي صُحبت ۾ بُرا اخلاق سُٺن اخلاقن ۾ تبديل ٿي وڃن ٿا پر مُنڪر اُنهن کي فقط بشر سمجهن ٿا. انهن اهل الله جي صُحبت جو تاثير جيڪڏهن آئون قيامت تائين بيان ڪريان ته به اهو ختم ڪونه ٿيندو.

### شيخ جي زبان مان حڪمت جي فيض وقت ٻڌڻ وارن ۾ مُريدن جا آداب

*برملولاں ایں مکرّر کردن ست*

*نزدِ من عمرے مکرّر بُردن ست*

ترجمو: "تنگ دلين لاءِ اهو (اجايو) ورجاءُ آهي، مون لاءِ ٻيو دفعو زندگي حاصل ڪرڻ آهي."

جيڪي ماڻهو منهنجي ان طرح جي ڳالهين سان ملول ٿين ٿا اهي هي سمجهن ٿا ته مڪرّر مضمون بيڪار آهي پر انهن مضمونن جو ورجاءُ مون کي نئين زندگي بخشي ٿو، روشنيءَ جو تڪرار شمع کي نئين زندگي بخشي ٿو. سج جي لاڳيتن شُعائن سان زمين ۾ سون جون کاڻيون پيدا ٿين ٿيون. الله وارا دلين کي پيغام ڏيندا آهن ۽ الاهي اسرار ٻُڌائيندا آهن. حضرت اسرافيل عليه السلام هر وقت صور ڦوڪڻ جي لاءِ الله تعاليٰ جو حڪم ٻڌڻ لاءِ منتظر آهي. بزرگن جو بادشاهاڻو مزاج آهي ۽ اهي طالبن جي اصلاح لاءِ انهن کان خدمت گذاري جا خواهان رهندا آهن. طالب جي لاءِ خالي ذڪر ۽ فڪر ڪافي نه آهي، شيخ جي آدابن جو بجا آڻڻ به ضروري آهي. شيخ جي پوري اطاعت ٿيندي آهي تڏهن اهو نسبت جي امانت جي حوالي ڪندو آهي. معمولي ادب سان ڪم ڪونه هلندو. شيخ جي شايان شان ادب ضروري آهي. غير مناسب ادب سان اُن ۾ شڪر گذاريءَ جي ڪيفيت پيدا نه ٿيندي. ٻڌڻ وارن جي بي رغبتي باوجود انهن تي اسرارن جو مينهن وسايو وڃي. جيڪو مُبَلغ سامعين جي بي رغبتي جي باوجود بيان جا گهوڙا ڊوڙائي اهو قابل مبارڪباد آهي. اغيارن جي اڳيان اسرار بيان ڪرڻ مُشڪل هوندو آهي. ان سان گڏوگڏ غيرت جي تقاضا آهن ته تنگ دل ماڻهن جي اڳيان اسرار بيان نه ڪيا وڃن پر اهڙو مُبلغ قابلِ مبارڪباد آهي جيڪو انهن رڪاوٽن کي ليکي ۾ نه آڻيندو آهي. بي توجهه ماڻهن اڳيان اسرار بيان ڪرڻ سان جيڪڏهن شرمندگي طاري ٿئي ته اُن کي ڦوڪ ڏي يعني باهه ڏي. ڪامل مُرشد کي اهڙين حالتن ۾ به پشيماني ڪونه ٿيندي آهي.

### جانور به پنهنجي دشمن کي سڃاڻي بچاءَ ڳولين ٿا

جهڙي طرح هر جانور پنهنجي دُشمن جي خوشبوءِ سنگهي پٺي ويندو آهي اهڙي طرح پشيماني عارف ڪامل جي خوشبوءَ سان پٺي ويندي آهي. اهو شخص نهايت ئي بدبخت آهي جيڪو اهڙي شخص سان دشمني ڪري جنهن کان پٺڻ جي جاءِ نه آهي.

*اسپ داند بانگ و بوئے شیر را*

*گرچہ حیوان ست اِلّا نادرا*

ترجمو: "گهوڙو شينهن جي آواز ۽ بوءِ کي ڄاڻي ٿو، جيتوڻيڪ جانور آهي پر تمام گهٽ."

ايئن تمام گهٽ ٿيندو آهي جو گهوڙو شينهن جي بوءِ کي نه سُڃاڻي. هر جانور پنهنجي دشمن کي سُڃاڻي ويندو آهي. چمڙو سڀ کان وڏيڪ بدبخت آهي جو سج سان اُن جي دشمني آهي حالانڪ اُن کان پٺڻ جي ڪا جاءِ نه آهي. اهڙي طرح سڀ کان وڏيڪ بدبخت اهو ماڻهو آهي جيڪو حقيقي سج يعني ڪامل عارف سان دشمني رکي. اهو سج جو ڪرم آهي جو ان چمڙي کي ڦُلهيار نٿو بنائي، اهڙي طرح ڪاملن جو ڪرم آهي جو اهي مُنڪرن کي تباهه ۽ برباد نٿا ڪن. الله وارن سان دشمني بُري آهي. جيڪڏهن دشمني ڪئي به وڃي ته اهڙي شخص سان ڪئي وڃي جنهن

کي انسان مغلوب ڪري سگهي. ڪاملن سان عام انسان جي دشمني ائين آهي جيئن قطرو (ڦڙو) سمنڊ سان دشمني ڪري، اها محض اُن جي حماقت ۽ بيوقوفي آهي. عوام جي دشمني عارفن کي ڪو نقصان نٿي پهچائي سگهي. جو دُشمن سچ جي سچ جو دُشمن آهي. ڪامل عارف آفتاب (سچ) حقيقي يعني الله تعاليٰ جو آفتاب آهي. عارف جو دُشمن الله جو دشمن آهي ۽ اها دُشمني خود اُن جي پاڻ سان دُشمني آهي. الله تعاليٰ سان انسان جي دُشمني الله کي ڪو نقصان نٿي ڏيئي سگهي. جهڙي طرح آسمان جو جلال بي پايان آهي اهڙي طرح اُن جي رحمت به خالص رحمت آهي. انسان جو رحم غم سان مليل جُليل آهي. ڪنهن مجبور کي ڏسي ڪري انسان تي غم طاري ٿيندو آهي پوءِ اُن جي رحمت اُڀرندي آهي. انسانن جي رحمت ۽ شفقت ڪاوڙ سان مليل جُليل آهي، الله تعاليٰ جي رحمت انهن سڀني ڳالهين کان پاڪ آهي. جهڙي طرح الله جي ذات جي حقيقت تائين رسائي نامُمڪن آهي اهڙي طرح اُن جون صفتون به عقل کان بالاتر آهن، فقط انهن صفتن کي اُن جي اثرات سان سمجهي سگهجي ٿو.

### هڪ شيءِ کي مثال سان ڄاڻڻ ۽ اصليت سان ڄاڻڻ ۾ فرق آهي

ڪنهن شيءِ کي مثال ۽ آثارن سان ڄاڻڻ ٻي ڳالهه آهي ۽ ان جي حقيقت ۽ ماهيت کي ڄاڻڻ ٻي ڳالهه آهي.

ظاهر ست آثارِ میوہ رحمتش

لیک کہ داند جز او ماہیتش

ترجمو: ”اُن جي رحمت جي ڦل جا آثار ظاهر آهن پر ان جي حقيقت سواءِ اُن جي ٻيو ڪير ٿو ڄاڻي.“

اسان جي عقلن ۾ انهن صفتن جي حقيقت کي سمجهڻ جي صلاحيت نه آهي، جهڙي طرح ٻار جِماع جي حقيقت کي نٿو سمجهي سگهي. ٻار کي جماع جي حقيقت هن طرح سمجهائي سگهجي ٿي ته اهو اهڙو مزيدار آهي جڻ حلوو، پر ظاهر آهي ته جماع جي حقيقت ٻي آهي ۽ حلوي جي حقيقت ڪجهه ٻي آهي. جڏهن حقيقت کي سمجهائڻ مشڪل هوندو آهي ته اُن شيءِ کي مثالن جي ذريعي سمجهايو ويندو آهي. اهو علم جيڪو مثال مان حاصل ٿيو آهي اُن کي اُن شيءِ جو علم به چئي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ ته مثال سان بهرحال ڪجهه علم حاصل ٿيو جنهن کي اُن شيءِ جو جهل به چئي سگهجي ٿو ڇاڪاڻ ته حقيقت ته نامعلوم آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي حضرت نوحؑ جو علم اُن جي ڪن صفتن سان حاصل ٿئي ٿو ۽ ڪماحقه اُن جي حقيقت معلوم نه آهي ته ان جو اهو چوڻ به صحيح آهي ته آئون نوحؑ کي ڄاڻان ٿو ۽ هيءُ چوڻ به درست آهي ته آئون ان کان واقف نه آهيان. آئون اُن جي قابل ڪٿي آهيان جو اُن جي حقيقت کان واقف ٿي سگهان.

هاڻي بزرگ روميؒ نصيحت فرمائي ٿو ته حقيقت کان ناواقفيت عوام جي شايانِ شان آهي. انسان کي گهرجي ته پاڻ اندر اها صلاحيتِ پيدا ڪري جنهن جي ذريعي شين جي حقيقت معلوم ڪري سگهي. ڪامل ماڻهو ماهيتن ۽ انهن جي رازن جي راز کان به واقف هوندا آهن. ماهيت مان اعيان ثابته مراد آهن ۽ ماهيتن جي راز مان مراد اسماءِ الاهي آهن ۽ ماهيتن جي رازن جي راز مان مراد حقيقت الاهيه آهي. الله تعاليٰ جي ذات ۽ ان جون صفتون عقل ۽ سمجهه کان گهڻو پري آهن، پوءِ به ڪامل عارف ان کان واقف هوندا آهن، جڏهن ڪامل عارف ذات ۽ صفاتِ احديت جو علم حاصل ڪن ٿا ته ڪائنات جي حقيقت ۽ صفتون انهن تي ڪيئن مخفي رهي سگهن ٿيون. فلسفي جو عقل هي چوي ٿو ته ذات ۽ صفتن جي باري ۾ جيڪي الفاظ آهن اهي حقيقي معنيٰ تي معمول هجڻ محال آهن، انهيءَ ڪري انهن ۾ تاويل ڪئي ويندي ۽ انهن کي تاويلي معنيٰ ۾ سمجهڻ ضروري آهي. ڪامل عارف جيڪو واقفِ حال آهي اهو چوي ٿو ته اهي ڳالهيون فلسفي جي عقل کان بالاتر آهن انهيءَ ڪري اُن کي محال نظر اچن ٿيون. فلسفي جي عقل جو ته هيءُ حال آهي جو جيستائين ڪا شيءِ وقوع ۾ نه اچي تيستائين اُن کي محال قرار ڏئي ٿو، جڏهن ان جو وقوع ٿي

ويندو آهي تڏهن ممڪن سمجهندو آهي. اڳ زمين جي حرڪت کي محال سمجهيو ويندو هو ۽ آسمان کي متحرڪ مڃيو ويندو هو، هاڻي زمين کي متحرڪ مڃيو ويو آهي. جڏهن انسان مُجاهدا ڪري ٿو ته اهو پنجن ئي ظاهري حواسن ۽ باطني حواسن جي قيد کان آزاد ٿي وڃي ٿو ۽ ڪشف ۽ شهود جي مقام تي پهچي وڃي ٿو. جڏهن الله تعالىٰ جي ڪرم سوين مصيبتون ٽاري ڇڏيون ته افلاس ۽ فقر جي هيبت کي به ٽاري ڇڏيندو. جڏهن ڏهن ئي حواسن کان آزادي ملي ويئي ته ڪشف ۽ شهود به ميسّر ٿي ويندو.

## انڪار ۽ اقرار جو هڪ جاءِ تي گڏ ٿيڻ

نفي ۽ اثبات هڪ جڳهه تي گڏ به ٿي ويندا آهن ۽ انهن ۾ تفريق به آهي. حيثيت ۽ جهت بدلجڻ سان حُڪم بدلجي ويندو آهي. ساڳي شيءِ هڪ حيثيت ۽ جهت سان معلوم ۽ ٻي حيثيت ۽ جهت سان نامعلوم آهي.

*نفی آں یک چیز و اثباتش رواست*

*چوں جہت شُد مختلف نسبت رواست*

ترجمو: ”هڪ ئي شيءِ جي نفي ۽ اثبات درست آهي، جڏهن جهت بدلجي ويئي ته نسبتون به ٿي ويون.“

جنگ بدر ۾ حضور ﷺ هڪ مِٽيءَ جي مُٺ دُشمنن ڏانهن اُڇلائي، جنهن سان اهي انڌا ۽ شڪست وارا ٿي ويا. جيئن ته حضور ﷺ پنهنجي هٿ سان اها مٽي اُڇلائي ته اُڇلائڻ جي نسبت حضور ﷺ ڏانهن ڪئي ويئي ۽ جيئن ته اُن اُڇلائڻ اهو ڪم ڪيو جيڪو حضور ﷺ جو ذاتي نه هو، انهيءَ ڪري اڇلائڻ جي حضور ﷺ کان نفي به موجود آهي. جيئن ارشاد آهي ته وَمَا رَمَيْتَ إِذْ رَمَيْتَ (الانفال-١٧) انبيائن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي جيڪو ڪامل بزرگن تي به صادق آهي ته مُنڪر انهن کي به ائين ئي ڄاڻن ٿا جيئن اهي پنهنجي اولاد کي ڄاڻن ٿا. پوءِ فرمايو ويو ته الله وارا منهنجي دامن ۾ لِڪل آهن، انهن کي مون کان سواءِ ڪير نٿو ڄاڻي. جيئن ته ڄاڻڻ ۽ نه ڄاڻڻ ٻن حيثيتن سان آهي، انهيءَ ڪري ٻئي ڳالهيون دُرست آهن. حضرت نوح عليه السلام کي ڄاڻڻ ۽ نه ڄاڻڻ به ان لحاظ سان سمجهه. حيثيت ۽ جِهت بدلجڻ سان به متضاد حُڪم گهڻين شين تي لڳايا ويا آهن.

## ڪامل درويش جي فنا ۽ بقا جو معاملو

ڪنهن جي فنا ۽ بقا جو مسئلو به ان نوعيت جو آهي ته مختلف حيثيتن جي اعتبار سان اُن کي فاني ۽ باقي چيو وڃي ٿو.

*گفت قائل در جہاں درویش نیست*

*ور بُود درویش آں درویش نیست*

ترجمو: ”هڪ چوڻ واري چيو ته دنيا ۾ ڪو درويش نه آهي ۽ جيڪڏهن درويش هوندو ته اهو درويش نه آهي.“

جيڪڏهن اهو درويش موجود آهي ته پنهنجي ذات جي اعتبار سان نه آهي. پنهنجي ذات جي اعتبار سان فاني آهي ۽ اُن کي بقا بالله حاصل آهي. ڏينهن ۾ سج جي سامهون جيڪڏهن بتي روشن ڪريو ته ان تي متضاد حڪم لڳي سگهن ٿا. جيئن ته سج جي روشني جي اڳيان اُن جي روشني جهڪي آهي، ان ڪري چئي سگهو ٿا ته اها روشن نه آهي ۽ ان حيثيت سان ته اُن جي پاسي تي ڪپهه رکو ته ٻري ويندي، توهان چئي سگهو ٿا ته شمع روشن آهي. جيڪڏهن ٻه مڻ ماکيءَ ۾ هڪ سير سِرڪو ملايو ته چئي سگهو ٿا ته سِرڪو غيرموجود آهي ڇاڪاڻ ته ان جو ڪو مزو چکڻ ۾ معلوم نٿو ٿئي ۽ هي به چئي سگهو ٿا ته سِرڪو موجود آهي ڇاڪاڻ ته وزن ڪندا ته اهو ٻه مڻ هڪ سير ٿيندو. هرڻ جڏهن شينهن جي اڳيان بيهوش ٿي ويو ته اهو فاني به آهي ۽ باقي به. فنا ۽ بقا بابت هي جيڪي مثال ڏنا ويا آهن اهي الله

تعاليٰ جي شايان شان نہ آهن پر انهن جو بيان ڪرڻ عشق ۽ محبت جي جوش ۾ ٿيو آهي. ترڪِ ادب مقصد نہ آهي. عشقِ الاهي جي دعويٰ هڪ درجي ۾ برابري جي دعويٰ آهي ڇاڪاڻ تہ عاشق ۽ معشوق ۾ لامحالہ ڪا نسبت هوندي آهي ۽ مُمڪن واجب سان ڪا مناسبت نٿو رکي. عاشق عشق جي مستيءَ ۾ گستاخانہ ڳالهيون ڪري ويندو آهي پر اها گستاخي ان وقت گستاخي آهي جڏهن اُن جي نسبت عاشق ڏانهن هجي پر جيئن تہ اُن کي فنا جو درجو حاصل آهي ۽ اهي ڳالهيون اُن جي ذات سان منسوب نہ آهن انهيءَ ڪري اها گستاخي نہ آهي. ان جو باادب هُجڻ ۽ بي ادب هجڻ بہ نسبت جي اختلاف سان صحيح آهي. جيڪڏهن اهي ڳالهيون اُن جي ذات ڏانهن منسوب هجن تہ بي ادب آهي، جيڪڏهن ذات باري تعاليٰ ڏانهن هجن تہ اهو باادب آهي. جيئن تہ ان کي فنا في الذات جو مرتبو حاصل ٿي ويو آهي، انهيءَ ڪري ان جي پنهنجي نہ ڪادعويٰ آهي نہ ڪا ذات مَاتَ زَيْدٌ نحوي ترڪيب جي اعتبار سان مات فعل آهي ۽ زيد ان جو فاعل آهي. اها محض لفظي ڳالہ آهي. ورنہ زيد ۾ موت جي حالت ۾ فاعليت ۽ ڪرڻ جي صلاحيت ڪٿي آهي. اهو حقيقت ۾ مفعول ۽ مقتول آهي. موت اُن جو قاتل آهي. فنا ڪانپوءِ فاعل بنجڻ جي صلاحيت ئي باقي نہ آهي، انهيءَ ڪري فعل جي اُن ڏانهن نسبت نٿي ڪري سگهجي.

**صدر جهان جي وڪيل جو تهمت لڳڻ ڪري شهر مان ڀڄي وڃڻ**

هن قصي مان هي ٻڌائڻ مقصد آهي تہ وڪيل پنهنجي جان قطع نظر ڪري بادشاهن جي اڳيان پيش ٿيو، اهڙي طرح عاشق پنهنجي ذات ۽ صفات ڪان قطع نظر ڪندو آهي.

در بخارا بندهء صدر جهاں
متهم شد گشت از صدرش نهاں

ترجمو: ”بخارا ۾ صدرِ جهان جو هڪ غلام مُتهم ٿي ويو، اُن جي دربار مان غائب ٿي ويو.“

مطلب تہ اهو غلام صدر جهان جي دربار مان روپوش ٿي ويو. ڏهن سالن تائين رُلندو رهيو، ڪڏهن جهنگ ۾ ڪڏهن خراسان ۾ تہ ڪڏهن ڪُهستان شهر ۾ پئي ڦريو. ڏهن سالن ڪانپوءِ عشق جي ڪري جدائي جهوري وڌس ۽ هو بيوس ٿي ويو. غلام چيو تہ هن ڪانپوءِ هاڻي مون ۾ جدائي جي طاقت نہ آهي. صبر فراقِ جي ڊپ کي ڪٿي جهڪو ڪري سگهي ٿو؟ زمين پاڻيءَ جي جدائي ڪان بنجر بنجي ويندي آهي ۽ پاڻي رواني جي جدائي ڪان گدلو ۽ گندو بنجي ويندو آهي. هوا صفائي جي جدائيءَ ڪان ناموافق ۽ وبا بنجي ويندي آهي. باهہ ٻارڻ جي جدائي ڪان ڦلهيار ٻڻجي ويندي آهي. موسم بهار جي جدائي باغ کي بيمارين جو گهر بنائي ڇڏيندي آهي ۽ بيماريءَ جي ڪري ان جا پن هيڊا ٿي ڪِرڻ لڳندا آهن. دوستن جي جدائي عقل کي اهڙو مبهوت ڪري ڇڏيندي آهي جهڙي طرح تير انداز ڪمان ٽُٽڻ سان حيران ۽ مبهوت بنجي ويندو آهي. خدا جي رحمت جي جدائي ۾ جهنم پُرسوز بنيل آهي. بيدمُشڪ جو وڻ طاقت جي فراق ڪان ڏڪندو آهي. فراق جي اثرن جو بيان قيامت تائين مڪمل نٿو ٿي سگهي. فراق جي اثرن جي تفصيل ۾ پوڻ بدران الامان الامان چوڻ گهرجي. دنيا جي خوش ڪندڙ شيءِ فراق ڏيڻ واري آهي. دنيا جي خوش ڪندڙ شين گهڻن کي فراق ۾ مبتلا ڪيو آهي. اُن شيءِ جي جدا ٿيڻ ڪان ٻهريان ئي جيڪڏهن تون پنهنجي دل ان ڪان هٽائيندين تہ فراق جي تڪليف نہ ٿيندي. جهڙي طرح مريم رضي الله عنها خدا جي پناهہ حاصل ڪئي هئي، تون بہ دنيا جي خوش ڪندڙ شين ڪان خدا جي پناهہ حاصل ڪر ۽ انهن جي فوت ٿيڻ ڪان اڳ ۾ ئي خدا ڏانهن رجوع ڪر.

**بي بي مريم عليها السلام وٽ غسل ڪرڻ مهل حضرت جبرئيل عليه السلام جو اچڻ**

ديد مريمؑ صورتے بس جانفزا
جانفزائے دلربائے درخلا

ترجمو: ”حضرت مريم عليها السلام عنها هڪ روح پرور صورت خلوت ۾ ڏٺي، جيڪا ڏاڍي روح پرور ۽ دُلربا هئي.“

حضرت مريم عليها السلام ماڻهن کان تنهائي اختيار ڪئي. حضرت جبرئيل عليه السلام زمين مان نمودار ٿيو. هو بي حجاب اهڙي طرح ظاهر ٿيو جهڙي طرح مشرق کان سج اُڀرندو آهي. حضرت جبرئيل عليه السلام جي ظاهر ٿيڻ سان حضرت بي بي مريم عليها السلام گهبرائجي ويئي. هوءَ اُگهاڙي هئي. سمجهيائين ته ڪا خرابي پيش نه اچي. حضرت جبرئيل عليه السلام اهڙي حسين صورت ۾ ظاهر ٿيو جو جيڪڏهن حضرت يوسف عليه السلام کيس ڏسي ها ته اُن جي حُسن تي حيران ٿي اهڙي طرح پنهنجا هٿ ڪٽي ها جهڙي طرح سندس حُسن تي حيران ٿي مصر جي عورتن پنهنجا هٿ وڍيا. حضرت مريم عليها السلام گهبرائي فرمايو ته اِنِّيْٓ اَعُوْذُ بِالرَّحْمٰنِ (مريم-١٨) ”آئون خدا جي پناهه وٺان ٿي.“ حضرت مريم رضي الله عنها عنها جي هيءَ عادت هئي ته هر پريشانيءَ ۾ اها خدا کان، پناهه گُهرندي هئي. هاڻي بزرگ روميؒ الله جي تعريف ڪري ٿو ته آئون ۽ سڀ مخلوق اُن جا آثار آهيون ۽ اثر موثر جي وجود جو دليل هوندو آهي، انهيءَ ڪري آئون اُن جي وجود جو دليل آهيان. سج جو وجود ڪنهن دليل جو محتاج ڪونه هوندو آهي. جيئن فارسي چوڻي آهي ته آفتاب آمد دليل آفتاب ”الله تعاليٰ جي ذات سيني ادراڪات کان وراءِ الوراءِ آهي.“

اسان جي دليل ۽ ادراڪ جي وجودِ باري تعاليٰ سان اها ئي نسبت آهي جيڪا منڊي گڏهه ۽ هوا تي سوار جي نسبت آهي. منڊي گڏهه وارو اُن کي ڪڏهن نٿو پهچي سگهي، الله تعاليٰ جي ذات انسان کي ويجهي به آهي ۽ اُن جي ادراڪ کان بعيد به آهي. انسان جا جيترا قدر ادراڪات آهن، ڪوبه اُن جي حقيقت تائين پهچي ڪري مطمئن نه آهي پر پوءِ به جستجو جاري رهڻ ضروري آهي. انسانن جا ادراڪات مختلف آهن. ڪنهن جو ادراڪ تيز آهي ۽ ڪنهن جو ادراڪ مانع ۽ حجابن کي پري ڪرڻ ۽ هٽائڻ وارو آهي، ڪنهن جو وهم ۽ خيال جي رواني هيڙيءَ وانگر آهي، ڪي اُن جي تجلي جي ادراڪ کان محروم ٿي ڪري ويهي رهندا آهن. انسان شڪار تي تير وغيره هلائڻ جي وقت هڪ اک بند ڪندو آهي ۽ هڪ اک سان نِشانو چٽيندو آهي. مايوسيءَ ۾ سوچڻ لڳندو آهي ته اها تجلي هئي يا محض غير واقعي خيال هو. انهن حالتن ۾ سالڪ ۽ مُجاهد جي لاءِ مناسب آهي ته هو آرام ڪري تان ته اُن ۾ طاقت پيدا ٿي وڃي.
الله تعاليٰ رات ڪي هن لاءِ پيدا ڪيو آهي ته انسان اُن ۾ آرام ڪري ۽ ٿڪاوٽ دور ڪري. جيڪڏهن رات نه هجي ته ڪمائيءَ جي لالچ ۾ هر وقت مصروف رهي بدن کي تباهه ڪري ها. رات جو وجود انسانن جي لاءِ الله جي رحمت آهي. قبض جي حالت ۾ اهي سيئي باطني قوتون گڏ ٿي وينديون آهن جيڪي بسط جي حالت ۾ خرچ ٿي رهيا هئا. موسمي تغيّرات رحمتِ خداوندي آهن. خزان جي موسم جيتوڻيڪ ناگوار آهي پر اُن ۾ به خوبي آهي. گرميءَ جي موسم ۾ جيتوڻيڪ انسان کي تڪليف ٿئي ٿي پر گُل به ٽِڙندا آهن. جيڪڏهن سالڪ تي قبض جي ڪيفيت طاري هجي ته اُن سان غمگين نه ٿيڻ گهرجي بلڪ هو اُن کي مفيد سمجهي. بسط جي ڪيفيت به هڪ ٻاراڻي حرڪت آهي، ان کان وڌيڪ خواهش مند نه بنجو. ٻار عارضي خوشين سان خوش رهندو آهي. عقلمند جي پيش نظر آخرت رهندي آهي ۽ هو اُن جي حساب ڪتاب کان مغموم رهندو آهي. دنياوي لذتن کي ڪاسائي جو گاهه سمجهو. اصل خوراڪ دين جو تفقہ ۽ اهلِ يقين جو طريقو آهي. وَكُلُوْا مِنْ رِّزْقِهٖ (الملڪ-١٥) ”توهان ان جو رزق کائو.“ ان رزق مان مراد حڪمت آهي نه ڪِي دنياوي غذائون. اهو رزق اهو آهي جنهن تي ڪو اُخروي مواخذو نه آهي. دنياوي لذتون ترڪ ڪرڻ سان اسرارِ خداوندي جو رزق حاصل ٿيڻ لڳندو آهي. مون اهو مضمون پورو ڪونه سمجهايو، جيڪڏهن پورو سمجهڻو هجي ته ”الاهي نامہ“ پڙهو جيڪو حڪيم غزنوي رحمہ الله جي تصنيف آهي. انسان کي آخرت جو غم خوشيءَ جي ڪنڊ عنايت ڪندو. دنيا جي خوشي ته زخم ۽ ڦٽ آهي. عقلمند انسان هر شيءِ کي آغاز کان انجام تائين ڏسندو آهي. تون به غم امروز سان مسرّتِ فردا کي ڏس. مزدور بار جي مصيبت انجام يعني مزدوريءَ جي لالچ ۾ برداشت ڪري ٿو، جڏهن ته بي سرمايہ انسان کي مزدوري حاصل ڪرڻ جي لاءِ مشقت ڪرڻي پوي ٿي ته الله جي طرفان

جيڪا مزدوري ملندي اُن جي لاءِ چوڻ ته تڪليف ۽ مشقت برداشت ڪئي وڃي. اهو اهڙو خزانو هوندو جيڪو قبر ۾ ڪم ايندو. نيڪيون مُردي ڪان پهريان ئي راحت رساني جي لاءِ قبر ۾ پهچي وينديون آهن. حڪم آهي ته مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا يعني موت ڪان اڳ ۾ ئي دنيا ۽ اُن جي لذتن کي خيرباد چئو. مجاهدي ڪرڻ وارو انسان غم ۾ خوشي ڏسندو آهي. رنج ۽ خوشي ٻئي هڪ ٻئي جو ضد آهن. جڏهن هڪ ضد يعني رنج نمودار ٿيندو آهي ته ان ڪانپوءِ ڪُشادگي ۽ خوشي ظاهر ٿيندي آهي. ڇاڪاڻ ته اِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا "بيشڪ تنگيءَ سان گڏ آساني آهي." تنگيءَ ڪانپوءِ ڪشادگي اچڻ کي پنهنجي هٿ جي مُٺ سمجهو هٿ جي مُٺ بند ڪندؤ ته فارغ البالي ۽ ڪُشادگي ميسر ايندي. هٿ جي مُٺ جو نه هميشه کُليل رهڻ سٺو آهي نه بند رهڻ. مُٺ جو نه هر وقت بند رکڻ مناسب آهي ۽ نه هر وقت کولڻ. جهڙي طرح پکيءَ جي پرواز اُن وقت صحيح رهندي آهي جڏهن پَرَ بر وقت کُلن ۽ بر وقت بند ٿين.

**حضرت جبرئيل عليه السلام جو چوڻ ته "آئون قاصد آهيان گهبراءِ نه!"**

چونکه مریم مُضطرب شُد یک زماں
ہمچناں کہ برزمیں آں ماہیاں

ترجمو: "جڏهن ٿوري دير جي لاءِ حضرت مريم رضي الله عنها ايئن تڙپي جيئن سُڪيءَ تي مڇي تڙپندي آهي."

حضرت مريم رضي الله عنها جبرئيل عليه السلام جي اوچتي ظاهر ٿيڻ سان ائين تڙپي جيئن مڇي سُڪيءَ تي تڙپندي آهي. جبرئيل عليه السلام چيو ته آئون خدا جو امين آهيان، تون مون ڪان ڇو ٿي ڀڄين؟ آئون آخرت جو علم دار آهيان. منهنجو وجود شهودي به آهي ۽ مثالي به آهي. مثالي وجود خيال جي مثل آهي. خيال ڪان انسان پڇي ڪري نٿو بچي سگهي. عارضي باطل خيال ڪان جدائي مُمڪن آهي، جيئن صبح ڪاذب نمودار ٿي غائب ٿي ويندو آهي ۽ صبح صادق غائب ڪونه ٿيندو آهي. لَاحَوْلَ جي معنيٰ آهي طاقت فقط الله جي آهي ته جيڪا شيءِ الله جي طاقت سان نمودار ٿي هجي اُن تي لاحول پڙهڻ بيڪار آهي. تحرير سان الله جي پناه وٺڻ جي ڪا معنيٰ نه آهي. جڏهن ته آئون خود توهان جي پناه ۽ بچاءُ جي جڳهه آهيان ۽ اعوذ سان اهائي شيءِ تون گهري رهي آهين ته پوءِ مون تي اعوذ پڙهڻ مناسب نه آهي. بزرگ رومي اهو بيان ڪري رهيو هو ته جبرئيل عليه السلام کي بي بي مريم نه سُڃاتو. هاڻي خدا کي نه سڃاڻڻ جو مضمون شروع ڪري ٿو. نه سڃاڻڻ سڀ ڪان وڏي مصيبت آهي. اي مخاطب! تنهنجو حقيقي محبوب تو وٽ آهي ۽ تون اُن کي نٿو سُڃاڻين ۽ نه ان سان محبت ڪرين ٿو. خدا سان تنهنجو معاملو غيرن جهڙو معاملو آهي. خدا جي ايتري قدر مهربانين جي هوندي اُن ڪان پڃڻ وڏي بيوفائي آهي ۽ الله جي رحمت جا اسباب اسان جي نافرمانيءَ جي ڪري زحمت جا اسباب بنجي ويا آهن. جيڪو پاڻي رت بنجي ويندو آهي اهو چوندو آهي ته مون کي ضايع نه ڪر ۽ پاڻي بڻائي مون مان فائدو حاصل ڪر. دنيا جو اهو ئي دستور آهي ته جيڪڏهن دوست سان دوستي نه ڪريو ته دشمنيءَ تي لهي ايندو آهي. اُن دوست جو جسم جيڪو توهان جو دُشمن بنجي ويو آهي، اهو ائين آهي جيئن اڳ ۾ هو، توهان جي اڻ وٽندڙ حرڪتن جي ڪري اُن جي مزاج ۾ تغيرّ ۽ تبديلي آئي آهي.

**محبت جي ڪري اُن وڪيل جو ارادو ڪرڻ ته لاپرواه ٿي ڪري بُخارا ۾ واپس اچي ويندو**

شمع مریمؑ را بہل افروختہ
کہ بُخارا میرود آں سوختہ

ترجمو: "حضرت بي بي مريم جي ٻرندڙ شمع ڇڏ، ڇاڪاڻ ته اهو دِل جليل بخارا ڏانهن وڃي رهيو آهي." سخت بي صبري ۽ تيز باهه ۾ چوي پيو ته ڀڄ، صدرِ جهان جو رُخ ڪر. اهو بُخارا عقل جو خزانو آهي، جيڪو ان طرح جو هوندو

سو بخاري آهي. مطلب تہ بُخاري اهو شخص هوندو جنهن ۾ علم ۽ دانش هوندي. شيخ ڪامل جي دل بہ ان معنيٰ جي لحاظ کان بُخارا آهي، انهيءَ ڪري اُن جي عزت ڪر. عارف ڪامل جي دل ۾ اُن وقت جڳهہ لهندين جڏهن خواري ۽ ذلت اختيار ڪندين. وڪيل چيو تہ واپس بُخارا وڃان ٿو. جيڪڏهن آئون ڪافر ٿي ويو آهيان تہ بہ اهو رستو اختيار ڪريان ٿو. معشوق جيڪي ڪجهہ عاشق جي باري ۾ سوچي اهو عاشق وٽ ڀلو آهي. آئون چوندس تہ مون پنهنجي جان تنهنجي اڳيان رکي آهي. زنده ڪرين يا ردِ وانگر سر قلم ڪرين، تنهنجي مرضي آهي. معشوق جي قدمن ۾ مرڻ بہ جاءِ جي شهنشاهي کان بهتر آهي. سفر جي ارادي سان منهنجو سرور مڪمل ٿي ويو، انهيءَ ڪري اي منهنجي اٺي! تون ويهي رهہ، تان تہ آئون توتي سوار ٿي معشوق ڏانهن سفر ڪريان. اي زمين! فراق ۾ جيڪي منهنجا ڳوڙها ڳڙي رهيا آهن تون اهي پي وڃ! وڪيل چيو تہ اي دوستو! آئون اوهان کي الوداع ڪري اُن صدر ڏانهن وڃان ٿو جنهن جي اطاعت واجب آهي، جيتوڻيڪ اُن پنهنجي دل سنگ خارا بنائي ڇڏي آهي. عاشق وٽ وطن جي مُحبت جي معنيٰ هيءَ آهي تہ جتي ان جو محبوب هجي اُن شهر سان محبت ڪري.

**معشوق جو عاشق کان ڪنهن بهترين شهر بابت پڇڻ**

گفت معشوقے بعاشق کاے فتیٰ

تو بغربت دیدهٔ بس شہرہا

ترجمو: ”هڪ معشوق عاشق کي چيو تہ اي نوجوان! تو سفر ۾ گهڻا شهر ڏٺا آهن،“

انهن شهرن مان ڪهڙو شهر بهتر آهي؟ عاشق جواب ڏنو تہ جنهن شهر ۾ معشوق آهي پوءِ اهو شهر چاهي ڪيتروئي تنگ هجي پر اهو عاشق جي لاءِ وسيع صحرا آهي. جيڪڏهن معشوق کوهہ ۾ هجي تہ عاشق جي لاءِ اها ئي جڳهہ جنت آهي. محبوب سان گڏ تڪليفدهِ مقام بہ راحت جو سبب آهي. محبوب جي موجودگيءَ ۾ دوزخ بہ جنت آهي ۽ محبوب جي فراق جي حالت ۾ چمن بہ دوزخ آهي، اها وڏي ڳالهہ آهي. انتظار جي ڪري صدر جهان جو عاشق بيقرار ٿي ويو آهي.

**دوستن جو ڪيس بُخارا وڃڻ کان منع ڪرڻ**

گفت اورا ناصحے کاے بیخبر

عاقبت اندیش اگر داری ہُنر

ترجمو: ”اُن کي هڪ نصيحت ڪرڻ واري چيو تہ اي اڻڄاڻ! جيڪڏهن سمجهہ اٿئي تہ انجام سوچي وٺ.“

اڳ پُٺ سوچ، پاڻ کي پرواني وانگر نہ ساڙ، تون بُخارا ڇو ٿو وڃين. تون تہ چريو آهين؟! هو ڏاڍو تيز نگاهہ آهي ۽ تنهنجي لاءِ ڪاتي تکي ڪري رهيو آهي. خدا توکي بچڻ جو موقعو ڏنو آهي. عقل جي تقاضا آهي تہ تون انهن سپاهين کان پرهيز ڪر، تون تہ سپاهي کان سواءِ قيدي بنجي ويو آهين. اُن وڪيل کي عشق قيد ڪري ڇڏيو هو جنهن کي ديڃارڻ وارو نہ پيو ڏسي. جهڙي طرح ان وڪيل تي هڪ غيبي موڪل مسلّط هو اهڙي طرح سان هر سپاهيءَ تي هڪ غيبي سپاهي مسلّط هوندو آهي جيڪو اُن کي ڪُتي وانگر ڪن ڪُندو بنائيندو آهي. انسان پنهنجي تباهي ان مخفي سپاهيءَ جي ڪري ڪندو آهي. انسان اُن برباد ڪرڻ واري سپاهي کان غافل آهي ورنہ اهو الله تعاليٰ کان دعا گهري ها ۽ پنهنجو ڇوٽڪارو چاهي ها. انسان پنهنجو پاڻ کي آزاد سمجهي ٿو انهيءَ ڪري اُن غيبي سپاهي کي نٿو ڏسي. انسان زوال پذير دولت ۽ مرتبي سان ڏوڪي ۾ پوي ٿو ۽ اها ئي دولت ۽ مرتبو اُن کي تباهہ ڪري ٿو. جيڪڏهن انسان دولت ۽ غرور کان ڇوٽڪارو لهي وڃي تہ اهو عالمِ بالا ڏانهن پرواز ڪري سگهي

ٿو. مطلب ته ققنس * جهڙي بي درد ملامت گر عاشق کي ڏاڍي نصيحت ڪئي.

## عاشق جو عشق جي ڪري لاپرواهيءَ سان ناصح ۽ ملامت گر کي جواب ڏيڻ

گفت اے ناصح خمش کن چند چند
پند کم دہ زانکہ بس سخت ست بند

ترجمو: "هُن چيو ته اي ناصح! چُپ ٿي وڃ، ايتري قدر نصيحت نه ڪر ڇاڪاڻ ته قيد ڏاڍو سخت آهي."

تنهنجي نصيحت سان قيد وڌيو آهي ۽ تو ڪڏهن عشق ڪونه ڪيو آهي. امام ابوحنيفه رحمة الله عليه ۽ امام شافعي رحمة الله عليه ڪامل عاشق هئا ۽ درس جا به ماهر هئا پر درد عشق جو انهن ڪڏهن ڪونه ٻُڌو. پوءِ معلوم ٿيو ته اها ڪيفيت چوڻ ۽ بيان ڪرڻ جهڙي نه آهي. عاشقن کي موت ڪان نٿو ڊيڄاري سگهجي، اهي خود پنهنجي موت جا خواهشمند هوندا آهن. عاشقن جو فقط اهو ئي موت نه آهي جيڪو زندگي ختم ٿيڻ تي ايندو آهي پر انهن جي موت جا گهڻا قسم آهن. سُرخ (ڳاڙهو) موت نفس ڪُشيءَ سان حاصل ٿيندو آهي. سبز (سائو) موت پيوند لڳل گودڙيءَ سان حاصل ٿيندو آهي. سياهه (ڪارو) موت مخلوق جي اذيت ۽ تڪليف سان حاصل ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري فرمايو ويو آهي ته مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا يعني مرڻ کان اڳ مري وڃو. عاشق سوين جانيون رکندو آهي ۽ هر وقت هڪ جان قربان ڪندو آهي ۽ اُن کي هر جان قربان ڪرڻ تي ڏهه جانيون حاصل ٿين ٿيون. قرآن شريف ۾ آهي ته مَنْ جَآءَ بِالْحَسَنَةِ فَلَهٗ عَشْرُ اَمْثَالِهَا ۚ (الانعام-١٦٠) "جنهن هڪ نيڪي ڪئي اُن کي اُن جهڙيون ڏهه حاصل ٿين ٿيون." جيڪڏهن محبوب عاشق کي قتل ڪري ته اهو اُن جي لاءِ انتهائي خوشيءَ جو موقعو آهي. عاشق جي اها زندگي حقيقت ۾ موت آهي ۽ موت ئي حقيقي زندگي آهي. عشق جي اظهار لاءِ سوين زبانون آهن پر اُنهن کي سمجهڻ وارا ٿورا آهن. معشوق جي صفتن جو بيان ڪنهن زبان سان به مڪمل نٿو ٿي سگهي. هاڻي آئون پنهنجي تقرير ختم ڪريان ٿو. عاشق جي زبان سان عشق جو داستان ٻُڌو! عاشق جيڪڏهن داستان عشق بيان ڪرڻ کان ڪنهن مجبوريءَ سان توبهه به ڪري ته به ان جو اعتبار نه آهي. اهو وري پنهنجي توبهه کان توبهه ڪري وٺندو آهي ۽ سوريءَ تي عشق جو داستان بيان ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيندو آهي. اُن عاشق جي بُخارا ڏانهن روانگي سبق ۽ استاد جي لاءِ نه آهي، هيءَ ته جان قربان ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو آهي. عاشق جو استاد ته دوست جو حُسن آهي ۽ اُن جو ڪتاب معشوق جو چهرو آهي.

جيڪڏهن ڪو هيءُ مسئلو پُڇي ته ٺيلهيءَ کي امانت ۾ رکڻ وقت ٺيلهيءَ واري رقم ڳڻي ڪونه ڏني ويئي هئي. واپسيءَ وقت مالڪ ڪميءَ جي شڪايت ڪري وڏيڪ رقم جي دعويٰ ڪرڻ لڳي ته امانت رکڻ وارو ذميدار ٿيندو يا نه؟ فقهي مسئلا پُڇڻ واري کي گول مول جواب ڏي ته الله جا خزانا ٺيلهيءَ ۾ نٿا سمائجي سگهن ۽ اُن کي ٽاري ڇڏ. جيڪڏهن فقه جي ظاهري مسئلن تي بحث ٿي رهيو آهي ته تون اُن کي روحاني احوالن تي محمول ڪر. زال مڙس جي جدائي جي مسئلي کي جسم ۽ روح جي جدائي جي معنيٰ پاراءِ. هر شيءِ جو ذڪر عاشق ۾ هڪ خاصيت پيدا ڪندو آهي ۽ اُن مان عاشق گهڻيون معنائون اخذ ڪندو آهي، ڇاڪاڻ ته هر صفت هڪ ماهيت رکي ٿي ۽ اُن مان عاشق پنهنجي مقصود تائين پُهچي ويندو آهي، تنهنڪري گهڻن عارفن جا قصا مشهور آهن جو معمولي لفظن سان

---

* ققنس هڪ ڏند ڪٿائي پکيءَ جو نالو آهي. هيءُ يوناني لفظ آهي. ان کي فارسيءَ ۾ آتش زن چوندا آهن. هن پکيءَ جي چُهنب ۾ گهڻا سوراخ آهن. جڏهن اهو ٻوليندو آهي ته هر سوراخ مان هڪ سُرود پيدا ٿيندو آهي. حُڪماء موسيقي جو فن ان پکيءَ کان ورتو آهي. هن جي عمر هڪ هزار سال ٿيندي آهي ۽ هن ۾ نر مادي ڪونه ٿين. جڏهن اهو پکي پنهنجي طبعي عمر کي پهچندو آهي تڏهن ڪاٺيون گڏ ڪري پنهنجي چئني پاسن رکندو آهي ۽ ديپڪ راڳ شروع ڪندو آهي جنهن سان ڪاٺين ۾ باهه لڳي ويندي آهي ۽ اهو پکي سڙي ڦلهيار ٿي ويندو آهي، پوءِ ڪنهن موسم جي برسات سان قدرت ان ڦلهيار مان آنو بڻائيندي آهي ۽ ان مان وري نئون ققنس پيدا ٿيندو آهي!)

جن جي بظاهر ڪا خاص معنيٰ نہ آهي انهن تي وجد جي ڪيفيت طاري ٿي آهي. مشهور آهي تہ بآواز دولاب مستي ڪنند“ رهٽ جي آواز سان وجد جي ڪيفيت پيدا ٿي ويندي آهي. بخارا ۾ گهڻا علم ۽ هُنر آهن جيڪي توهان سِکي سگهو ٿا پر مڪمل تڏهن بڻبؤ جڏهن خواري اختيار ڪندؤ جيڪا عشق جي لوازمات مان آهي. اُن وڪيل ڪي فقط علم اليقين جو فڪر ڪونہ هو پر اُن مشاهدو ۽ عين اليقين حاصل ڪرڻ گهريو ٿي. جنهن ڪي مشاهدو حاصل ٿي ويندو آهي اهو خالي اسمن ۽ صفتن جي ذڪر جو متمني ڪونہ رهندو آهي. جنهن ڪي مشاهدو حاصل ٿي ويندو آهي اُن جي لاءِ خبرون، عقل ۽ دليل بيڪار ٿي ويندا آهن. خبر بابت مشاهدي سان حاصل ٿيڻ وارو علم قوي هوندو آهي، انهيءَ ڪري عوام تي دنيا جو غلبو هوندو آهي ڇاڪاڻ تہ انهن ڪي دنيا جو مشاهدو حاصل آهي ۽ آخرت جو علم خالي خبرن جي بنياد تي هوندو آهي... اُن نوجوان جي قصي ڏانهن واپس موٽ، ڇاڪاڻ تہ اهو صدرِ جهان جي غم ۾ ڪمزور ٿي ويو هو.

### اُن عاشق جو بُخارا ڏانهن رُخ ڪرڻ

روبهاد آں عاشقِ خوننا بہ ريز
دل طپاں سوئے بُخارا گرم و تيز

ترجمو: ”اُن رت وهائڻ واري عاشق سڙيءَ دل سان بُخارا ڏانهن تيزيءَ سان رُخ ڪيو.“

جهنگ جي واري اُن لاءِ ريشم وانگر هئي ۽ جيحون درياءَ جو پاڻي اُن لاءِ تلاءَ وانگر هو. جهنگ اُن لاءِ باغ وانگر هو. اهو عاشق خوشيءَ مان گُل چونڊڻ واري وانگر هو. عاشق ڪي بُخارا جي ڳُڙ جي عادت ٿي ويئي هئي. عاشق بُخارا ڪي خطاب ڪري ٿو تہ اي بخارا! تون عقل وڌائڻ وارو آهين پر تو مون ڪان عقل ۽ دين ڦري ورتو. منهنجي جڳهہ تہ جتين واري جاءِ آهي، صدرِ جهان جو مقام بُلند آهي ۽ وصال جي نيت مُشڪل آهي. جڏهن اُن بخارا ڏانهن ڏٺو تہ غم جي ڪارڻ ۾ سفيدي نمودار ٿي ويئي، ٿوري دير بيهوش ٿي ويو، ماڻهن ڪي هيءَ خبر ڪونہ هئي تہ اها بيماريءَ جي بيهوشي ڪونہ هئي پر عشق جي بيهوشي هئي. اها بيهوشي تہ معشوق جي خوشبوءِ سان رفع ٿيندي آهي، نہ ڪي عرقِ گلاب سان. اُن عاشق ڪي عشق جي حملي بيهوش ڪري ڇڏيو هو. بزرگ روميؒ مخاطب ڪي خطاب ڪري ٿو تہ تو ۾ بيهوشيءَ جي راز ڪان واقفيت جي قابليت نہ آهي، تون بظاهر انسان آهين پر تو ۾ اُنس جو مادو نہ آهي. تون پنهنجي عقل تي ڀروسو ڪرين ٿو ۽ غيبي اسرارن ڪان غافل آهين. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَاَنْزَلَ جُنُوْدًا لَّمْ تَرَوْهَا(التوبہ-٢٦)“ ۽ اُن اهو لشڪر لاٿو جنهن ڪي توهان نہ ڏٺو هو.“ اهو جيتوڻيڪ ملائڪن جي جماعت جي باري ۾ فرمايو ويو آهي پر مولانا اُن مان عشق جو لشڪر مراد ورتو آهي.

### بي نياز عاشق جو بُخارا ۾ اچڻ ۽ دوستن جو کيس ظاهر ٿيڻ ڪان ديڄارڻ

اندر آمد در بُخارا شادماں
شهرِ معشوقِ خود و دارالاماں

ترجمو: ”اهو گدگد ٿيندو پنهنجي معشوق جي شهر دارالامن بُخارا ۾ آيو.“

هو جڻ آسمان ۾ اُڏامندو آيو تہ جيئن معشوق سان ملي سالن جون سِڪون لاهي پر الٽو ماڻهن کيس چيو تہ بادشاهہ توکي ڏهن سالن ڪان ڪاوڙ ۾ ڳولي رهيو آهي ۽ تون بخارا ۾ اچي ويو آهين! هتان ڀڄ، خدا جي واسطي پنهنجو پاڻ کي نہ ماراءِ. ايئن بہ نہ سمجهہ تہ ماڻهو توکي بچائيندا ۽ هيءَ بہ نہ سمجهہ تہ خود پنهنجي تدبير سان بچي ويندين، تون صدرِ جهان جو عقل مند چوڪيدار ۽ معتمد هئين، باعزت انجنيئر ۽ مشير هئين، تون هڪڙي قصور ۾

تهمت وارو ٿئين. تو غداري ڪئي ۽ سزا کان بچي ڪري ڀڄي وئين. هاڻي توکي بيوقوفي يا موت ڇڪي آيو آهي. جيڪو سهو شينهن جي جستجو ۾ ڳولا ڪري ته اهو پنهنجي موت کي ڳولي ٿو. جيئن عربيءَ ۾ مقولو آهي ته اِذَا جَاءَ الْقَضَا ضَاقَ الْفَضَا "جڏهن قضا ايندي آهي تڏهن ڀڄڻ جو موقعو ڪونه ملندو آهي. فضا تنگ ٿي ويندي آهي. ارڙ نانگ جو جڏهن موت ايندو آهي تڏهن اهڙو ٿي ويندو آهي جيئن ڪنهن اُن کي ٻڌي ڇڏيو هجي!

## عاشق جو ملامت گرن ۽ ديڄارڻ وارن کي جواب ڏيڻ

گفت من مستسقیم آبم کشد
گرچہ میدانم کہ ہم آبم کُشد

ترجمو: "هُن چيو ته آئون استسقاء جو بيمار آهيان، پاڻي مون کي ڇِڪي ٿو، جيتوڻيڪ آئون ڄاڻان ٿو ته پاڻي ئي مون کي ماريندو."

استسقاء جي بيمار جي ڪڏهن اُڃ ڪونه اُجهامندي آهي. پاڻي پيئڻ اُن جي لاءِ سخت نقصان ڪار هوندو آهي. اهو پاڻي اُن کي تباهه ڪندو آهي ۽ بيماريءَ ۾ اضافو ڪندو آهي. هُن جا هٿ پير پاڻي پيئڻ سان ڦوڪجي ويندا آهن. ان بيمار کان جيڪڏهن باطن جا احوال دريافت ڪندؤ ته اهو تمنّا ڪندو ته ڪاش پيٽ ۾ درياءَ وهندڙ هجي! استسقاء جي بيماريءَ ۾ هٿ ۽ پيٽ وغيره ڦوڪجي ويندا آهن. گُل جي تروتازگي پاڻيءَ سان آهي ته گويا اهو پاڻيءَ جو عاشق آهي. زمين ۾ پيٽ جو ٻار خون پيئي ٿو. عاشق به جِگر جو رت پيئي ٿو. آئون عاشق آهيان ۽ منهنجو اهوئي ڪم آهي. آئون پنهنجي محبوب صدرِ جهان کان ڀڄي وڃڻ تي شرمنده آهيان. محبوب کي چئو ته مون تي پنهنجي ڪاوڙ لاهي. ڳئون جو خواب ۾ ڪائڻ سڀ قربانيءَ ۾ قربان ٿيڻ جي لاءِ هوندو آهي. قرآن پاڪ ۾ قصو آهي ته حضرت موسىٰؑ هڪ ڳئون ذبح ڪري ان جو ڪجهه حصو مقتول تي هنيو ته اهو مقتول زنده ٿي ويو هو. انهيءَ ڪري منهنجي مرڻ کي موت نه سمجهو اهو ته ٻين جي زندگي آهي. اهڙي طرح آئون مقتول ٿي ڪري عاشق جي حياتيءَ جو سبب بنبس. قرآن شريف ۾ آهي ته فَقُلْنَا اضْرِبُوْهُ بِبَعْضِهَا (البقره-٧٣) "پوءِ اسان حضرت موسىٰؑ کي چيو ته مقتول کي هن ڳئون جو ڪجهه گوشت لڳايو. اهو عاشق تعليم ڏئي ٿو ته توهان جسم کي جيڪو بمنزلهِ ڳئون جي آهي مجاهدن جي ذريعي فنا ڪريو ته توهان جا نظري روح جيڪي حواسن جي ذريعي غير محسوس آهن اهي زنده ٿي ويندا. عاشق جسم جا تغيرات ٻڌائي ڪري اُن جو فاني هجڻ ثابت ڪري ٿو ۽ سمجهائي ٿو ته فانيءَ جو فنا کان گهبرائڻ بيڪار ڳالهه آهي. انساني جسم جا تغيرات هي آهن ته اُن جي ساخت ۽ بناوٽ هن طرح آهي جو نباتات پنهنجي غذا جمادات مان حاصل ڪندا آهن ته اهي اجزاء پنهنجي جماديت ڇڏي ڪري نباتيت اختيار ڪندا آهن. وري حيوان پنهنجي غذا نباتات مان حاصل ڪري ٿو ته اهي نباتات جا اجزاء پنهنجي نباتيت ڇڏي ڪري حيوانيت اختيار ڪن ٿا. وري انسان پنهنجي غذا اجزاءِ حيواني مان حاصل ڪري ٿو. اهي حيواني اجزاء پنهنجي حيوانيت ڇڏي ڪري انساني جسم بنجي وڃن ٿا. جڏهن انسان مري ٿو تڏهن اهو جمادي جسم مثالي جسم بنجي ويندو آهي ۽ اهو انسان ملائڪن جي صفت ۾ اچي ويندو آهي، پوءِ مون کي مَلڪيت کي به ختم ڪرڻو آهي ڇاڪاڻ ته اها به فاني آهي ۽ عدمِ اضافي اختيار ڪري بحرِ وحدت ۾ شامل ٿيڻو آهي. موت بمنزلهِ اُن اونداهيءَ جي آهي جنهن کي عبور (پار) ڪري آب حيات حاصل ٿئي ٿو. ڳاهه درياءَ جي ڪناري تي پيدا ٿيندو آهي ۽ اهو پاڻيءَ جو ڏاڍو حريص هوندو آهي. استسقاء جو مريض پاڻيءَ جو حريص هوندو آهي ۽ اهو ئي پاڻي اُن جي موت جو سبب بنبو آهي. اي عاشق! تون عشق جي دعوىٰ ڪرين ٿو ۽ پوءِ ساهه جي ڊپ کان محبوب کان ڀڄين ٿو. هيءُ نٿو ڏسين ته لڪين عاشقن جون جانيون خوشيءَ ۾ عشق جي تلوار جي اڳيان تاڙيون وڄائي رهيون آهن ۽ مرڻ جي لاءِ مشتاق آهن. جڏهن احديت جو درياءَ

نظر اچي وجي تہ پنهنجي حيات جي قطري کي اُن ۾ اوتي ڇڏ، پوءِ تنهنجو پنهنجو تشخص ختم ٿي ويندو ۽ اهو باقي ببقاءِ حق ٿي ويندو. پوءِ اُن ۾ نہ ڪمي ايندي ۽ نہ ڪو تغير پيدا ٿيندو.

**عاشق جو ان وقت معشوق وٽ پهچڻ جڏهن هُن ساهہ تان هٿ ڪنيو**

خويش را بر نخلِ او آويختم
عذر آں را کہ ازو بگریختم

ترجمو: ”مون پنهنجو پاڻ کي سندس ڪجور جي وڻ تي لٽڪايو، هن معذرت ۾ تہ آئون ان کان ڀڳو هئس.“

جيئن تہ آئون ان کان ڀڳو هئس پر هاڻي اُن جي قيد تي قربان ٿي ويندس. اهو بال وانگر ٽُڏبو رِڙهندو ۽ روئندو صدرِ جهان ڏانهن روانو ٿيو. فراق ۾ اُن جي چهري جو رنگ هيڊو ٿي ويو هو. مرڻ جي پوري تياري ڪئي هئائين. سيني ماڻهن جا ڪنڌ مٽي هئا تہ صدرِجهان اُن کي ڪهڙي قسم جي سزا ڏيندو. هاڻي اُن کي اهڙي سزا ملندي جيڪا زمانو ڪنهن بدبخت کي ڏيندو آهي. تماشائي چئي رهيا هئا تہ اهو بيوقوف بہ پرواني وانگر نار (باهہ) کي نور سمجهندو هو پر اُن جو اهو سمجهڻ غلط هو. اهو عشق جي شمع کي معمولي شمع سمجهي رهيو هو جنهن جي باهہ نور نظر ايندي آهي. معمولي شمع تي قربان ٿيڻ سان سوزش پيدا ٿيندي آهي. ان شمع تي قربان ٿيڻ مُجسم خوشي آهي.

**اها مسجد جنهن ۾ رهڻ وارو مري ويندو آهي**

مسجد جي واقعي مان مولانا سمجهائي ٿو تہ عام ماڻهو جنهن شيءِ کي هلاڪت جو سبب سمجهن ٿا اها ڪاميابين جو ڪارڻ هوندي آهي.

یک حکایت گوش کن اے نیک پے
مسجدے بُد بر کنارِ شہر رے

ترجمو: ”اي نيڪ خصلت! هڪ قصو ٻُڌ! شهر ”ري“ جي ڪناري تي هڪ مسجد هئي.“

هي اهو ئي شهر ري آهي جنهن ڏانهن منسوب ٿي ڪري امام فخر الدين رازي مشهور ٿيو. جيڪو بہ شخص اُن مسجد ۾ سُمهندو هو اُن جا ٻار يتيم ٿي ويندا هئا. جيئن صُبح ستارن جي لاءِ موت آهي تيئن اهو صُبح ٿيندي ئي قبر ۾ هليو ويندو هو. مخاطب کي نصيحت ڪري ٿو تہ ان ڪهاڻيءَ مان عبرت حاصل ڪر، صبح يعني قيامت ويجهي آهي، غفلت جي خواب مان سجاڳ ٿيءُ. هر شخص چوندو هو تہ مسافر کي پريون تڪليف ڏيئي ماري ڇڏين ٿيون، ڪو چوي تہ مسجد ۾ ڪو جادو آهي جيڪو ماريو ڇڏي. ماڻهن مسجد جي متوليءَ کي چيو تہ هن مسجد ۾ رات جو سُمهڻ جي ممانعت جو اعلان ڪرائي ڇڏيو. ڪنهن جي هيءَ راءِ هئي تہ مسجد کي تالو لڳائي ڇڏيو تہ متان ڪو اڻڄاڻ اچي ۽ مسجد ۾ داخل نہ ٿئي.

**هڪ مهمان جو مسجد ۾ اچڻ**

تایکے مہماں درآمد وقتِ شب
کو شنیدہ بود آں صیتِ عجب

ترجمو: ”ايستائين جو هڪ مهمان رات جو آيو جنهن اها عجيب شُهرت ٻُڌي هئي.“

اهو مهمان بهادر ۽ جانباز هو، هُن امتحان وٺڻ چاهيو ٿي. اُن مهمان دل ۾ سوچيو تہ جيڪڏهن مري بہ ويس تہ فقط ايترو نقصان آهي جڻ خزاني مان هڪڙو داڻو ضايع ٿيو! انسان جو جسم ڍير ۾ بمنزلہ داڻي جي آهي. جيڪڏهن

جسم هلاڪ بہ ٿي ويندو تہ ڪهڙو حرج آهي، اصل تہ روح آهي جيڪو باقي رهندو. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ (الحجر-٢٩) يعني "آدم ۾ مون پنهنجو روح ڦوڪيو." جيڪڏهن جسم فنا بہ ٿي وڃي تہ الله جي ڦوڪ باقي رهندي. آئون جسم کان جدا ٿي ڪري فقط حق جي ڦوڪ وڃي رهندس، جيستائين اُن جي صور جو نفخو هن جهان ۾ نہ ايندو. جڏهن نفخ صور ٿيندو تہ بہ وري اهو نفخ حق منهنجي بدن سان وابستہ ٿي ويندو. آئون نفخ حق کي بدن کان هن لاءِ جدا رکڻ چاهيان ٿو، ڇاڪاڻ تہ ان گوهر نفخ حق جي لاءِ صرفِ جسم تنگ آهي. قرآن پاڪ ۾ يهودين کي خطاب ڪري فرمايو ويو فَتَمَنَّوُا الْمَوْتَ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ "توهان موت جي تمنّا ڪريو جيڪڏهن سچا آهيو." يهودي جيئن تہ دعويٰ ۾ ڪوڙا هئا انهيءَ ڪري تمنا نہ ڪيائون. آئون الله جي محبت ۽ ولايت ۾ سچو آهيان انهيءَ ڪري موت جو متمني آهيان.

**مسجد وارن جو عاشق کي رات جو ان جاءِ تي سمهڻ تان ملامت ڪرڻ ۽ ديڄارڻ:**

قوم گفتندش کہ ہیں اینجا مخُسپ

تانکوبد جانستانت ہمچو کُسب

ترجمو: "ماڻهن کيس چيو تہ خبردار! هتي نہ سُمهہ، تان تہ ساهہ ڪڍڻ وارو توکي کُلي طرح نہ ڪُٽي."

تون مسافر آهين، توکي خبر نہ آهي. هن جاءِ تي جيڪو سُتو سو ويو. اهو اتفاق نہ آهي پر اسان گهڻا دفعا ڏٺو آهي تہ اڌ رات جو سمهڻ واري جو موت آيو آهي. هڪ کان پنج سئو تائين هن مسجد ۾ مرڻ وارا اسان ڏٺا آهن. رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ اَلدِّيْنُ النَّصِيْحَةُ "دين خيرخواهي جو نالو آهي." اها خيرخواهي دوستيءَ ۾ سچائي آهي. خودغرضي خيانت ۽ ڪُتي واري عادت آهي. اسين توکي خيانت بدران خيرخواهيءَ سان نصيحت ڪري رهيا آهيون، تون عقل ۽ انصاف کان روگرداني نہ ڪر.

**عاشق جو نصيحت ڪرڻ وارن ۽ ملامت گرن کي جواب ڏيڻ**

گفت اُو اے ناصحاں من بے ندم

از جہانِ زندگی سیر آمدم

ترجمو: "هُن چيو تہ اي نصيحت ڪرڻ وارؤ! آئون بغير ڪنهن پريشانيءَ جي دنيا جي زندگيءَ مان پيٽ ڀري ڍُڪو آهيان."

آئون بيحس، زخم کي تلاش ڪرڻ وارو ۽ زخم جو خواهشمند آهيان. بي حس ماڻهوءَ کان زندگيءَ ۾ عافيت جي تمنّا نہ ڪر، آئون موت جو گهورو آهيان. زخم کان سواءِ مون کي آرام نٿو اچي. آئون عاشق آهيان زخمن جي تلاش اتم. مون کي دنيا جي لالچ نہ آهي. پُل تان ويندڙ پانديئڙو آهيان ۽ هر دُڪان تي ڦِرڻ وارو نہ آهيان. چاهيان ٿو تہ معرفت خداوندي جي کاڻ تي پهچي وڃان. هن دنيا مان منتقل ٿيڻ منهنجي لاءِ ائين وڻندڙ آهي جيئن پکيءَ کي پڃرو ڇڏي اُڏامڻ وڻندڙ آهي. پکيءَ کي پڃري ۾ نہ داڻو سٺو لڳندو آهي ۽ نہ اُن کي صبر ۽ قرار ايندو آهي. جڏهن پکيءَ جو اهو حال آهي تہ پڃري جي دروازي ٽُٽڻ سان اُن کي ڪيتري قدر خوشي ٿيندي پر اهو پکي جيڪو پڃري جي چئني پاسي ٻليون ڏسي تہ اهو بيشڪ پڃري ۾ ئي رهڻ پسند ڪندو.

**جالينوس دنياوي فن جي ڪري دنيا کي پسند ڪندو هو**

جالينوس يونان جو مشهور حڪيم آهي جيئن تہ اهو محض علومِ عقليہ کان واقف هو ۽ آخرت جو اُن کي ڪو علم نہ هو، انهيءَ ڪري اهو دنيا ۾ جيئڻ جو متمني هو.

آنچناں کہ گفت جالینوس راد
از ہوائے ایں جہاں واز مُراد

ترجمو: ”هن دنيا جي محبت ۽ مراد ۾ جيئن حڪيم جالينوس چيو.“

آئون راضي آهيان، جيڪڏهن اڌ جان به رهي تان ته خچر جي ڪُٺيءَ مان دنيا کي ڏسان. قطار ۾ پنهنجي چئني پاسي ٻليون ڏسي ٿو، ان جو پکي (روح) پرواز کان مايوس ٿي ويو آهي يا اُن هن جهان کانسواءِ.... کي معدوم سمجهيو آهي. اُن عدم ۾ لڪل حشر ڪونه ڏٺو آهي جيئن ماءُ جي پيٽ جي ٻار کي ڪرمِ خداوندي ٻاهر ڇڪي ٿو ۽ ٻار پيٽ ڏانهن پوئتي ڀڄي ٿو. خدا جي مهرباني اُن منهن نڪرڻ واري جڳهه ڏانهن ڪري ٿي. اهو ٻار ماءُ جي چيله نِڪاڻو بنائي ٿو ۽ چوي ٿو ته هاءِ عجب! جيڪڏهن هن شهر مان ٻاهر قدم رکندس ته وري اها جاءِ ڪونه ڏسندس يا ان گندي شهر ۾ دري هجي جو آئون رحم مان نظارو ڪريان يا سوئي جي مُنهن جيترو رستو هجي جو رحم کان ٻاهر جون شيون ماٺهو ڏسي سگهي. اهو ٻار به دنيا کان جالينوس وانگر غافل آهي. پيٽ جي ٻار جون رطوبتون جيڪي ڪيس ماءُ جي اُن غذا مان حاصل ٿين ٿيون جيڪا ٻاهران اُن کي حاصل ٿيندي آهي. انبياءَ ۽ عارف دنيا ۾ رهندي آخرت جي باغن جو سير ڪندا آهن. اهي ته جالينوس جي خواهش ۽ جهان کان بي نياز ۽ فارغ البال آهن. مون جيڪا جالينوس جي ڳالهه نقل ڪئي آهي جيڪڏهن اها ڪوڙي آهي ته منهنجو اهو ڪلام جالينوس لاءِ نه آهي پر اُن جي لاءِ آهي جيڪو ان عقيدي جو آهي ۽ اُن جي دل نور سان منور نه آهي. جنهن جي دل ۾ نور نه آهي اهو اهڙو ڪوئو آهي جنهن ٻلين جو آواز ٻڌو هجي ۽ ڀڄڻ جي جستجو ڪري. اهو هن دنيا ۾ دنيا جا هُنر سِکڻ ۽ دنيا کي سنوارڻ تي اکتفا ڪري ٿو. اهو اهي ڏنڊا اختيار ڪري ٿو جيڪي سندس دنيا بنائين، چاڪاڻ ته اُن کي عالمِ آخرت ڏانهن رغبت نه آهي. ان جو مثال ڪوريئڙي جهڙو آهي جيڪو پنهنجي لاءِ هڪ ڪمزور جار اُڻي ٿو. موت پنهنجا چنبا بيمارين جي صورت ۾ اُن سان وابسته ڪندو آهي. موت ٻلي آهي ۽ هي بيماريون اُن جا چنبا آهن. بيماريءَ جي نوعيت تي جيڪو فيصلو ٿيندو آهي اهو فيصلو موت ڪندو آهي. موت بيمارين جي ذريعي پاڻ ڏانهن سڏيندو آهي. تون دوا ڪرڻ جي لاءِ مهلت چاهين ٿو. جيڪڏهن بيماريءَ مُهلت ڏني ته دوا جي ذريعي بچڻ جي ڪوشش ڪرين ٿو ۽ جيڪڏهن اُن مهلت نه ڏني ته فوراً موت جي حوالي ٿي ويندو آهين. اُٺ ۽ موت ڏانهن هل. بيماريءَ جي ڪري جيڪو تنهنجي بدن کي نقصان پُهتو آهي تون دوا جي ذريعي اُن کي درست ڪرڻ چاهين ٿو. انجام ڪار اهو ايندو پوءِ مهلت ڪونه ڏيندءِ. انهيءَ ڪري مُناسب آهي ته ان دربار ۾ حاضريءَ جي لاءِ وقت کان اڳ تياري ڪئي وڃي. خواهش جو انهماڪ نورِ خداوندي کان جدا ڪري ڇڏيندو آهي پر موت کان فرار مُمڪن نه آهي. ان ڳالهه کي ڇڏ، اُن شخص ڏانهن هل، جيڪو اُن رات مسجد ۾ مهمان بنجي آيو هو.

**مسجد واري جو، مهمان کي رات جو مسجد ۾ سُمهڻ تي ملامت ڪرڻ**

**مولاناؒ مسجد جي مهمان جو قصو ٻيهر شروع ڪري ٿو:**

قوم گفتندش مکن جلدی برو
تا نگردو جامہٴ و جانت گرو

**ترجمو: ”ماڻهن ڪيس چيو ته بهادري نه ڏيکار، هليو وڃ، تان ته تنهنجي جان ۽ ڪپڙا گروي نه ٿين.“**

**مسجد جو سمهڻ ڏکيو ٿيندو، ناتجربيڪار مصيبت ۾ڦاسي ڪري بچڻ جي تدبير ڪندو آهي جيڪا ڏکي هوندي آهي. مصيبت اچڻ کان اڳ ۾ سُٺو يا بُرو سوچي سگهجي ٿو، ناتجربيڪار مصيبت ۾ ڦاسي پريشان ٿيندو**

آهي. موت بگهڙ آهي جيڪڏهن تون شينهن آهين تہ اُن جو مقابلو ڪري سگهين ٿو، جيڪڏهن تون بگهڙ آهين تہ اهو توکي ڦاڙي ماري ڪائيندو. الله وارا موت کان ڊپ نہ ڪندا آهن. ابدال الله جا اهي ٻانها آهن جن جون بُريون صفتون سُٺين صفتن ۾ تبديل ٿي چُڪيون آهن. قرآن پاڪ ۾ منافقن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ: بَأْسُهُمْ بَيْنَهُمْ شَدِيْدٌ ۚ تَحْسَبُهُمْ جَمِيْعًا وَّ قُلُوْبُهُمْ شَتّٰى ۚ "پاڻ ۾ انهن جي وڏي ڌاڪ آهي. تون انهن کي گڏ سمجهين ٿو پر انهن جون دليون جدا آهن." حديث ۾ آهي تہ لَا شُجَاعَةَ يَا فَتٰى قَبْلَ الْحُرُوبُ "اي نوجوان! جنگين کان اڳ بهادري ڪجهہ نہ آهي، بهادريءَ جو پتو ميدانِ جنگ ۾ پوندو آهي. بهادر سينو وڄائي بهادري نہ ڏيکاريندا آهن. خالي ڦوڪي پريل مَشڪ (کليءَ) ۾ هڪڙي سُئي لڳايو تہ هوا خارج ٿي ويندي آهي. يعني ٿوري تڪليف کي برداشت نٿا ڪري سگهن. جيڪو شخص دل جي صفائي چاهي ٿو اُن جي لاءِ مُجاهدا ضروري آهن. خدا سان عشق ۽ محبت هڪ دعويٰ آهي ۽ مُجاهدو اُن جو گواهہ آهي. دعويٰ دليل ۽ گواهہ کان سواءِ ناقابل اعتبار آهي. خزاني تي نانگ هوندو آهي، اُن کي مانوس ڪري خزاني تائين پهچي سگهجي ٿو. مُجاهدي جي سختي حقيقت ۾ اُن برائي تي آهي جنهن جي ازالي جي لاءِ مُجاهدو ڪرايو ويندو آهي. محسوسات ۾ اڪ جو مثال هي آهي تہ ڪمبل چنڊڻ جي لاءِ اُن تي لڪڻ جا ڌڪ هنيا ويندا آهن. اهو لڪڻ حقيقت ۾ ڪمبل کي نہ پر لٽ يا ڌوڙ کي هنيو ويندو آهي. سُست گهوڙي کي چهبڪ هنيو ويندو آهي جيڪو حقيقت ۾ اُن گهوڙي جي سُستي هنيو وڃي ٿو. انگور جي شيري کي مَٽَ ۾ هن لاءِ بند ڪيو ويندو آهي تہ اُن مان شراب ٺهي. استاد ٻار کي ماري ٿو. بظاهر اهو ظُلم آهي پر حقيقت ۾ اُن ٻار جي اصلاح ۽ خوبي آهي. ماءُ ٻار کي پاراتو ۽ بددعا ڏيندي آهي تہ اُن جو مقصد اُن بري عادت جو موت هوندو آهي. جيڪي ماڻهو مُجاهدن کان پڇن ٿا اهي انسانيت کي تباهہ ڪن ٿا. انهن منافقن کي انهن جي دوستن جهاد ۾ شريڪ ٿيڻ کان روڪيو تہ اهي ماڻهو نامراد بنجي ويا. بُزرگ رومي رحمة الله عليه انهن ماڻهن جي مصاحبت ۽ همراهيءَ کان روڪي ٿو. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ انهن منافقن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي لَوْ خَرَجُوْا فِيْكُمْ مَّا زَادُوْكُمْ اِلَّا خَبَالًا "جيڪڏهن اهي توهان سان گڏجي نڪرن ها تہ وڌيڪ خرابيون وجهن ها." انهن جي ڳالهہ ئي نہ ڪريو انهن کان قطع نظر ڪريو. انهن جي بُزدلي، مجاهدن کي بہ ناڪاره بنائي ڇڏيندي، جو تہ منافق جڏهن صفن مان پڄندا تہ بهادرن جي دل ٽُٽندي. پوءِ ٿورا بهادر بُزدلن جي مجمع کان بهتر آهن. خوش ذائقہ مِٺا ۽ ٿورا بادام ججهن ڪڙن بادامن کان بهتر آهن. مِٺا ۽ ڪڙا بادام جيتوڻيڪ صورت ۾ هڪ جهڙا آهن پر انهن جي باطن ۾ گهڻو فرق آهي. اهوئي حال مومنن ۽ منافقن جو آهي. جيئن تہ ڪافرن کي اڳئين زندگي جي باري ۾ شڪ شُبها آهن، انهيءَ ڪري انهن جي دل هميشہ خوف زده رهندي آهي. جيئن تہ اهي آخرت جي باري ۾ انڌا آهن انهيءَ ڪري آخرت جي راهہ طئي ڪرڻ ۾ سُست آهن. انڌو ڊڄي ڊڄي وڪ وڌائيندو آهي. جيڪو شخص رستي کان ناواقف هوندو آهي اهو تيزيءَ سان منزل طئي نٿو ڪري سگهي. معمولي انديشي سان بيهي رهندو آهي. رستي کان واقف ڪنهن جي شبهي وجهڻ سان سست ڪونہ ٿيندو. انهيءَ ڪري منافقن کي شريڪ سفر نہ ڪرڻ گهرجي. انسان جي طبيعت جي رنگيني انسان ۾ شڪ شُبها پيدا ڪندي آهي ۽ انسان کي بلند مقام کان هيٺ ڪيرائيندي آهي.

**شيطان جو پيغمبر عليه السلام سا جنگ لاءِ قريش کان اپارڻ ۽ پاڻ وڃان پڇي وڃڻ:**

جنگ بدر جي موقعي تي شيطان سُراقہ نجدي جي صورت ۾ ظاهر ٿي ابوجهل وغيره کي برغلايو هو.

*همچو شيطان کز وساوس بر قريش*
*دم دميد و گفت گرد آريد جيش*

ترجمو: "شيطان وانگر، جنهن قريش تي وسوسن جي ذريعي منتر ڦوڪيو ۽ چيائين تہ لشڪر گڏ ڪريو."

اسين مسلمانن جو بنياد ختم ڪري ڇڏينداسين. شيطان سپاهين ۾ هڪ سؤ هڪ جو اضافو بنجي ويو ۽ ان

منتر پڙهيو ۽ چوڻ لڳو ته آئون توهان کي پناهه ڏيڻ وارو آهيان. جڏهن سپاهي ان جي ڳالهه تي ڳنڍ ٿي ويا تڏهن اُن چالاڪيءَ سان گفتگو ڪئي. قرآن مجيد ۾ آهي ته وَاِذْ زَيَّنَ لَهُمُ الشَّيْطٰنُ اَعْمَالَهُمْ وَقَالَ لَا غَالِبَ لَكُمُ الْيَوْمَ مِنَ النَّاسِ وَاِنِّیْ جَارٌ لَّكُمْ فَلَمَّا تَرَآءَتِ الْفِئَتٰنِ نَكَصَ عَلٰى عَقِبَيْهِ وَقَالَ اِنِّیْ بَرِیْٓءٌ مِّنْكُمْ اِنِّیْٓ اَرٰى مَا لَا تَرَوْنَ اِنِّیْٓ اَخَافُ اللّٰهَ (الانفال-٤٨) "۽ جڏهن شيطان انهن جي حرڪتن کي انهن لاءِ سُنو ڪري ڏيکاريو ۽ چيائين ته اڄ ماڻهن مان ڪو اهڙو نه آهي جيڪو توهان تي غالب اچي سگهي ۽ آئون توهان جو پُشت پناهه آهيان. پوءِ جڏهن ٻئي جماعتون آمهون سامهون ٿيون تڏهن هو پويان پير ڪري وٺي ڀڳو ۽ چيائين ته مون کي توهان سان ڪوبه سروڪار نه آهي. آئون اُهو ڏسي رهيو آهيان جيڪو توهان نٿا ڏسو ۽ آئون الله کان ڊڄان ٿو."

اڳ ۾ شيطان چيو هو ته پنهنجو خاندان ۽ ٻيا مددگار توهان جي مدد لاءِ وٺي ايندس، جڏهن جنگِ بدر ۾ ٻئي جماعتون آمهون سامهون ٿيون ته هتي به مسلمانن جي مدد جي لاءِ ملائڪن جي جماعت نازل ٿي هئي. قرآن پاڪ ۾ آهي وَاَنْزَلَ جُنُوْدًا لَّمْ تَرَوْهَا (التوبه-٢٦) "۽ لاٿائين اهڙا لشڪر جن کي توهان نه ڏٺو." اها آيت جيتوڻيڪ غزوه خندق جي سلسلي ۾ آهي پر مولانا روميؒ بطور اقتباس غزوه بدر جي باري ۾ استعمال فرمائي آهي. شيطان حارث بن هشام کي سُراقه جي شڪل ۾ اچي پڙڪايو هو ۽ چيائين ته تون ڪجهه نه پيو ڏسين؟ ڪلهه تون ذميدار هنئي. فتح جي تون هامر هئين. ڪلهه تون سردار هئين. هاڻي نامرد ۽ ذليل ٿيو آهين. اسين تنهنجي مڪر ۾ ڦاسي بدر جي ميدان ۾ اچي ويا آهيون. شيطان سُراقه جي صورت ۾ هو. جڏهن بدر ۾ انهن کي تباهه ڪري چڪو تڏهن چوڻ لڳو ته منهنجو ۽ توهان جو ڪهڙو واسطو آهي! بزرگ روميؒ فرمائي ٿو ته نفس ۽ شيطان هڪ ٿي طاقت جو نالو آهي. نفس جو ڏوڪو ڏيڻ شيطان جو ئي ڏوڪو ڏيڻ آهي. ملائڪ ۽ عقل حقيقت ۾ هڪ شيءِ آهن. نالا جدا جدا آهن. الله تعاليٰ پنهنجي حڪمتن جي ڪري انهن کي ٻن صورتن ۾ ظاهر ڪيو آهي. جهڙيءَ طرح اسان شيطان جي دشمنيءَ جو قصو ٻُڌايو اهڙو ئي دشمن خود تنهنجي اندر تنهنجو نفس موجود آهي. اهو دشمن ڳوهه وانگر حملو ڪري ٻر ۾ لڪي ويندو آهي. انسان جي دل ۾ ان جي رهڻ جا گهڻا سوراخ آهن. جيئن ته شيطان جو ڪم ڏوڪو ڏئي ڪري ڀڄڻ ۽ لڪڻ آهي انهيءَ ڪري قرآن ۾ ان کي خناسُ چيو ويو آهي جنهن جي معنيٰ گهڻو لِڪڻ واري آهي. ٽرچاهو جيڪو ٻليءَ کان ننڍو هڪ جهنگلي جانور آهي ان جي بدن تي ڊگها ڊگها ڪنڊا هوندا آهن. هو خطري جي وقت اهي پنهنجا ڪنڊا اُڀا ڪندو آهي ۽ پنهنجو مُنهن اندر لِڪائيندو آهي. ٽر چاهو موقعو لهي حملو ڪندو آهي ۽ اهڙو مڪر ڪندو آهي جو نانگ به اُن کان عاجز اچي ويندو آهي. انسان تي بُرين نفساني خواهشن جي ڪري اهڙي طرح بُرا ماڻهو غالب اچي ويندا آهن.

انسان جي اندر جيڪو سپاهي آهي اهو انسان کي برائين تي مجبور ڪري ٿو ۽ اهو چوري ڪرائيندو آهي، تڏهن ئي دل جي سپاهين کي اُن تي ظلم ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو. حديث شريف ۾ آهي ته توهان جو سڀ کان وڏو دُشمن توهان جي ٻن پاسن جي وچ ۾ آهي. نفس ۽ شيطان توهان جي ٻن پاسن جي وچ ۾ آهي. نفس ۽ شيطان هڪ ئي شيءِ آهن، انهن جي شان ۽ شوڪت تي توجهه نه ڪر، ٻئي وڏا جهڳڙالو آهن. اهي دنيا جي لالچ ۾ انسان کي اهڙو گمراهه ڪندا آهن جو اهو آخرت تي دائمي عذاب کي سهل ۽ آسان سمجهڻ لڳندو آهي. ان نفس کان هيءَ به پري نه آهي ته اهو انسان جي لاءِ اُن جي ابدي موت کي آسان ڪري ڇڏي. اهو پنهنجي جادوءَ سان اهڙي طرح جاسوسيءَ جا ڪم ڪري وڃي ٿو جادوگر ڪک کي جبل ۽ جبل کي ڪک بنائي ڇڏيندو آهي. اهڙي طرح شيطان ٿوري عبادت کي گهڻو ۽ گهڻن گناهن کي تمام ٿورو ڪري ڏيکاريندو آهي. شيطان جي فريب ۾ انسان ڀلائين کي برائي ۽ بُرائين کي ڀلائي سمجهڻ لڳندو آهي. جهڙي طرح جادو بظاهر حقيقتون تبديل ڪندو آهي، اهڙي طرح شيطان حقيقتن کي نفس الامر ۾ بدلائيندو آهي. نفسِ امّاره وسوسو وجهي انسان ۾ جادوگري ڪندو آهي. نفس جي ان جادوگريءَ جو هي

علاج آهي تہ ڪاملن سان تعلق پيدا ڪر، الله تعاليٰ جيڪا بيماري پيدا ڪئي آهي اُن جو ترياق بہ پيدا فرمايو آهي. اهي ڪامل عارف توکي پاڻ ڏانهن سڏي رهيا آهن ۽ توکي چئي رهيا آهن تہ نفس جون ڳالهيون جادو ۽ ويراني آهن. اسان جون ڳالهيون نفس جي جادوءَ جو ٽوڙ آهن. حضور ﷺ جن گفتگو کي جادوءَ سان تعبير فرمايو آهي. بيان بہ جادو آهي پر اصل جادو اهو آهي جيڪو جادوگرن جي جادوءَ جو ٽوڙ ڪندو آهي ۽ اهو ئي حقيقت ۾ ترياق آهي. اهو ترياق ڪامل عارفن ۽ بزرگانِ دين جو بيان آهي. جيڪو سيني نفساني غرضن کان پاڪ هوندو آهي. تون بہ سچي سُونهين جي باطني عُلوم سان تعلق پيدا ڪر، اها وڏي ڳالھ آهي، شروع ڏانهن هل، مسجد واري مهمان جو قصو ۽ سرگذشت بيان ڪر.

**مسجد جي مهمان کي ملامت ڪرڻ جي مُڪرّر نصيحت ڪرڻ**

*ہیں مکن جلدی برو اے بوالکرم*
*مسجد و مارا مکن زیں متہم*

ترجمو: ”خبردار! اي ڀلا ماڻهو، بهادري نہ ڏيکار اسان کي ۽ مسجد کي تُهمت وارو نہ بناءِ.“

چاڪاڻ تہ ڪو هتي قاضيءَ وٽ شڪايت ڪري سگهي ٿو تہ هنن مهمان کي مارايو آهي. اسان تي اها تُهمت نہ لڳراءِ، چاڪاڻ تہ اسين دُشمنن مان مطمئن نہ آهيون. جهڙي طرح گزن سان آسمان جي ماپ ڪرڻ بيهوده خيال آهي اهڙي طرح تنهنجو مسجد ۾ سمهڻ بہ بيهوده آهي. نصيحت ڪرڻ وارن مهمان کي چيو تہ تو جهڙن گهٽن پنهنجي خوش نصيبيءَ جي ڀتاڪ هنئي ۽ پوءِ شرمنده ٿيا آهن. بحث مباحثي کي مختصر ڪر، پنهنجو پاڻ کي ۽ اسان کي مصيبت ۾ نہ ڦاساءِ.

**مهمان جو اُنهن کي جواب ۽ مثال ڏيڻ**

*گفت اے یاراں ازاں دیواں نیم*
*کہ ز لاحولے ضعیف آید بیم*

ترجمو: ”اُن چيو تہ اي دوستو! آئون انهن ڀوتن مان نہ آهيان جو لاحول سان منهنجو قدم ڪمزور پوي.“

هڪڙو ڇوڪرو پوک جو رکوالو هو، پکين کي اُڏائڻ جي لاءِ ننڍڙو دُهل وڄائيندو هو ۽ پکي ڀڄي ويندا هئا. سلطان محمود غزنوي اتان گذرڻ مهل اُتي تنبو لڳايو. سلطان جي لشڪر ۾ هڪ نغاري ڪٽڻ وارو اُٺ هو، جنهن تي روانگي ۽ واپسيءَ وقت نغارو وڄائيندا هئا. اهو اُٺ پوک ۾ اچي پيو! ڇوڪري دُهل وڄايو. هڪ عقلمند ھار کي سمجهايو تہ هن اُٺ کي ڀڄائڻ جي لاءِ دُهل وڄائڻ بيڪار آهي. هيءُ نغاري جو اُٺ آهي. نغارو ٻڌڻ هن جي عادت آهي. همراھ چيو تہ توهان جون اهي ڌمڪيون جيڪي مسجد ۾ سُمهڻ تي مون کي ڏيئي رهيا آهيو، انهن مصيبتن جي مُقابلي ۾ جيڪي آئون برداشت ڪري چڪو آهيان اهي شاهي نغاري جي مقابلي ۾ ننڍڙي دُهل جهڙيون آهن. مسجد ۾ سُمهڻ جي باري ۾ جيڪي خيالات توهان پيش ڪري رهيا آهيو انهن کان باز رهو. اهي عاشقانِ خدا جيڪي خدا جي رستي ۾ حضرت اسماعيل عليه السلام وانگر جان ڏيڻ کان دريغ ڪون ڪندا. قُلْ تَعَالَوْا (الانعام-١٥١) توهان چئو تہ اچو! اها آيت قرآن شريف ۾ ڪيترين ئي جاين تي آئي آهي ۽ هر جڳھ تي ”اچو“ جو خطاب مختلف ماڻهن جي لاءِ آهي پر هن عاشق پاڻ لاءِ قرار ڏنو آهي ۽ چيو آهي تہ اهو خطاب منهنجي جان لاءِ آهي تہ تون هلي اچ. انسان جيڪي ڪجھ ڪنهن غريب کي ڏيندو آهي، ڪنهن وقت اُن جي ڏيڻ ۾ ان جي پيش نظر فقط اُن غريب جي حاجت کي رفع ڪرڻ هوندو آهي ۽ ڪنهن وقت اُن جي پيشِ نظر هي بہ هوندو آهي تہ خدا مون کي ان جو عيوض ۽ بدلو آخرت ۾ عطا

فرمائيندو. اها بي صورت پهرين صورت کان بهتر آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ جَادَ بِالسَّلَفِ مَنْ يَّتَيَقَّنَ بِالْخَلَفِ ( "قرض ڏيڻ ۾ ان شخص جود سخا ۽ ڪرم ڪيو، جنهن آخرت جي اجر جو يقين ڪري قرض ڏنو." جنهن شخص ڪي اُخروي اجر تي يقين هوندو آهي اهو تمام جلد عطا ۽ بخشش ڪندو آهي. دنياوي ڪاروبار ۾ بہ نفعي جي لاءِ ماڻهو پنهنجو مال خرچ ڪن ٿا. واپاري ٿيلهيءَ ۾ پيريل روپيا نفعي جي لاءِ خرچ ڪرڻ جو منتظر رهندو آهي. ڪاروباري ماڻهوءَ کي جڏهن نفعو نظر ايندو آهي تڏهن پنهنجو سرمايو خرچ ڪرڻ ۾ اُن کي ڪا هيڪ نہ ٿيندي آهي، هو، پنهنجو مال گڏ ڪرڻ ۾ ان وقت تائين سرگرم آهي جيستائين اُن کي نفعي جي اُميد نہ آهي. علم ۽ هُنر ۾ جڏهن انسان کي شرافت نظر ايندي آهي تہ هو زندگيءَ کي داءُ تي لڳائي بہ اُن کي حاصل ڪندو آهي. انسان جڏهن اعلىٰ شيءِ کان بي خبر هوندو آهي تہ ادنىٰ شيءِ تي اڪتفا ڪندو آهي. هي تصورن جي دنيا جيستائين آهي پياري آهي، جيستائين وصال حاصل نہ آهي. وصال ڪانپوءِ اهي شيون بي حقيقت آهن. اهي حقيقتون محرم راز کي ئي سمجھ ۾ اچي سگهن ٿيون جنهن جو فقدان آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اِنَّ اللهَ اشْتَرٰى مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ اَنْفُسَهُمْ(توبہ-١١١) "الله تعالىٰ مومنن کان انهن جون جانيون خريد ڪيون آهن." انسان کي پنهنجي جان ۽ مال اُن وقت تائين پيارو آهي جيستائين اُن کي اُن جي ان قيمت جو يقين نہ آهي جيڪا الله تعالىٰ عطا فرمائيندو. حقيقي شيءِ جي باري ۾ گمان ترقي ڪري يقين جو مرتبو حاصل ڪري وٺندو آهي پر ڪي انسان فقط اُخروي اجر جي باري ۾ گمان جي درجي تي رهندا آهن ۽ اُنهن کي يقين جو درجو حاصل نٿو ٿئي. حالانڪ دنياوي اُمور ۾ هر گمان ترقي ڪري يقين تائين پهچي ويندو آهي. بزرگ رومي رحمه الله جي تحقيق مطابق ابتدا ۾ ڪنهن شيءِ جو ظن حاصل هوندو آهي پوءِ اهو ترقي ڪري علم بڻبو آهي، پوءِ علم ترقي ڪري يقين جو مرتبو حاصل ڪندو آهي. ڪنهن شيءِ جي وقوع (واقع ٿيڻ) يا لا وقوع مان ڪنهن هڪ طرف کي عقلا ترجيح حاصل ٿي وڃي تہ ظن چيو ويندو آهي. علم مان مُراد اهو پڪو اعتقاد آهي جيڪو واقعي جي مطابق هجي. يقين اُن علم جي ثابت کي چوندا سون جنهن جي ازالي جي ڪاراھ باقي نہ رهي. عيان مُشاهدي کي چيو ويندو آهي تہ ابتدائي درجو ظن جو آهي، پوءِ علم جو مرتبو آهي ۽ ان ڪانپوءِ يقين جو مرتبو آهي ۽ يقين ڪانپوءِ مشاهدي جو درجو آهي. سوره تڪاثر ۾ فرمايو ويو آهي تہ كَلَّا سَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ﴿٣﴾ ثُمَّ كَلَّا سَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ﴿٤﴾ كَلَّا لَوْ تَعْلَمُوْنَ عِلْمَ الْيَقِيْنِ ﴿٥﴾ (التڪاثر٣-٥)"توهان ضرور ڄاڻندوءِ، وري توهان ضرور ڄاڻندؤ توهان يقيني طور تي ڄاڻندؤ توهان دوزخ کي ڏسندؤ پوءِ توهان عين اليقين سان اُن کي ڏسندوءِ. هن آيت مان ثابت ٿيو آهي تہ شڪ ۽ ظن ڪانپوءِ علم جو درجو ايندو آهي ۽ علم ڪانپوءِ يقين جو مرتبو آهي ۽ علم اليقين ڪانپوءِ مُشاهدي جو درجو آهي. عاشق چيو تہ هاڻي ڪنهن شڪ ۽ شُبهي سان اُن جو ازالو ڪونہ ٿي سگهندو جڏهن مونکي مشاهدو حاصل ٿي ويو آهي. جڏهن انسان کي پنهنجي مڪان جي باري ۾ علم مشاهدو حاصل هوندو آهي تہ اهو ڪنهن شڪ شُبهي جي بنياد تي اُن ۾ داخل ٿيڻ کان ڪونہ رڪبو آهي. الله تعالىٰ جون تجليون جيڪي انهن شين تي پيون آهن اهي مون تي پئجي چڪيون آهن. هاڻي مون ۾ سرو جهڙي سڌائي ۽ نرگس جهڙو مشاهدو ۽ نسرين جهڙي خوشبوءِ پيدا ٿي ويئي آهي ۽ منهنجي دل ڪمند جهڙي مِٺي آهي. جڏهن ايتري قدر تجليون مون تي آهن تہ هاڻي آئون اُن جو عاشق آهيان. سيئي ملڪيتون الله جون آهن ۽ هر جان ۽ عقل اُن جي چپن جو عطيو آهي. جيڪڏهن آئون ٻڪاڪ هٽان تہ اهو بہ واقعي آهي. جڏهن مون کي الله تعالىٰ سان قُربت حاصل آهي تہ هاڻي مون ۾ نہ خوف آهي نہ ڪنهن جو ڊپ آهي. انبيائن کي جيئن تہ قُربِ الاهي حاصل هوندو آهي انهيءَ ڪري اهي بي ڊپا هوندا آهن. بادشاهن جي لشڪر تي حمل آور ٿيندا آهن. انبياء پٿر وانگر آهن ۽ مخالف پٿرن وانگر آهن. پٿر جي سختي انسان جي ڪاريگري آهي ۽ پٿر جي سختي خدا جي ڪاريگري آهي. مخالف ٻڪريون آهن ۽ انبياءَ بمنزل ڪاسائي جي آهن. نبي بمنزل ڌراڙ جي آهي جيڪو ٻڪرين جي حفاظت ڪري ٿو، فقط سرڪشيءَ جي وقت اهو قوم جي هلاڪت جو سبب بڻجي ٿو. اهوئي حال هر

ذميدار جو آهي. جيڪڏهن ٻڪريون سرڪشي ڪن ته ڪاسائي انهن ڪان ڊپ نٿو ڪري. جيڪڏهن نبي قوم تي ناراض به ٿئي ٿو ته ان جو سبب قوم جي محبت آهي. بزرگ روميؒ وري عاشق جي ڳالهه شروع ڪري ٿو ته مون کي الله تعاليٰ بشارت ڏئي ٿو ته غم ۾ غمگين نه ٿج. ان ۾ تنهنجو مفاد لِڪل آهي. عاشق چوي ٿو ته خدا مون کي فرمائي ٿو ته جڏهن تون منهنجو عاشق آهين ته توکي منهنجي مرضيءَ تي راضي رهڻو آهي تون منهنجي وصال جون تدبيرون ڪرين ٿو ۽ وصال جي لاءِ تڪليف ۾ مبتلا ٿي ڪري ٽڏيون آهون ڀرين ٿو. آئون اهو به ڪري سگهان ٿو ته توکي تڪليف ڏيڻ کان سواءِ پنهنجو وصال عطا ڪريان. توکي جيڪي تڪليفون پهچي رهيون آهن اهي تنهنجي نفعي لاءِ آهن. سفر ۾ انسان زياده ٿڪبو آهي ته اقامت ۽ رهڻ جي لذت ۾ اضافو ٿيندو آهي. جيڪو مقصد محنت کان سواءِ حاصل ٿيندو آهي، اُن جو انسان قدر نٿو ڪري. وطن ۽ عزيزن جي لذت سفر جي تڪليف سان وڌي ٿي، انهيءَ ڪري وصل حاصل ڪرڻ ۾ جيتري قدر زياده مصيبتون برداشت ڪندؤ اوتري قدر وصل جي لذت ۾ اضافو ٿيندو.

**مصيبت ۾ مومن جي پچڻ ۽ اُن جي تڪڙ ۽ بي صبري ۽ هنديءَ ۾ پچندڙ چٽي جو مثال**

هن مثال مان هيءَ سمجهائڻ مقصود آهي ته مصيبتن ۽ مُجاهدن سان ئي تڪميل ٿيندي آهي.

*در نخود بنگر که اندر دیگ چوں*

*می جهد بالا چو شُد ز آتش زبوں*

ترجمو: "چٽي کي ڏس ته اهو ديڳ ۾ جڏهن باهه کان عاجز ٿي وڃي ٿو ته ڪيئن ٽپو ڏئي ٿو."

باهه جي گرميءَ کان عاجز ٿي تڙپي ٿو ۽ هنديءَ ۾ آواز اچن ٿا، چڻ ته زبانِ حال سان مالڪياڻيءَ کي چوي ٿو ته تون مون کي خريد ڪري وٺي آئي هئين. هاڻي تون مون کي ذليل ڪري رهي آهين. هوءَ جواب ڏي ٿي ته آئون تنهنجي ڀلي لاءِ توکي جوش ڏيئي رهي آهيان. توکي هن لاءِ جوش ڏيئي رهي آهيان ته تون انسان جي غذا بنجي ڪري انسان جي جان بنجي وڃين، چاڪاڻ ته توکي ان مقصد جي لاءِ ڦُٽايو ويو هو. حديث قدسي آهي ته رَحْمَتِىْ سَبَقَتْ غَضَبِىْ الله تعاليٰ فرمايو آهي ته منهنجي رحمت منهنجي غضب کان ڀهريان آهي. رحمت غضب کان هن لاءِ اڳ ۾ آهي ته اُن رحمت جي ڪري اُن جي پرورش ٿئي ۽ اهو امتحان جي قابل بنجي وڃي. رحمت جي ڪري ئي انسان جي وجود جي تڪميل ٿئي ٿي. رحمت جي ذريعي جيڪو گوشت پوست ٿيو آهي جيڪڏهن اهو نه هجي ته عشق کهڙي شيءِ کي ڳاريندو. جيڪڏهن عشق جي بنياد تي انسان تي مصيبتون اچن ٿيون ۽ اهو مصيبتن ۾ ثابت قدم ۽ امتحان ۾ پورو لهي ٿو ته پوءِ خدا جي مهرباني اُن سان عذرخواهي ڪندي آهي ۽ اُن کي قُرب ۽ وصال جي بشارت ڏيندي آهي. گهر جي مالڪياڻي چٽي کي چوندي آهي ته تو رحمت خداوندي مان فيض حاصل ڪيو آهي، تون رنج به خوشيءَ سان برداشت ڪر. رنج به الله جو موڪليل مهمان آهي، جيڪڏهن اُن سان گڏ ايثار ۽ قرباني ڪئي وڃي ته اهو بادشاهه جي درٻار ۾ وڃي ڪري تعريف ڪندو. رنج تي شڪر گذاري سان نعمتن سان ئي نه، بلڪ مُنعم (نعمتون ڪندڙ) سان به وصال ٿيندو ۽ اها ايتري وڏي نعمت آهي جو ٻيون نعمتون اُن جي مقابلي ۾ هيچ آهن. مالڪياڻي چوي ٿي ته جڏهن تون منهنجو آهين ته مون وانگر هر حالت ۾ شڪر گذاري ڪر. حضرت اسماعيلؑ، حضرت ابراهيمؑ جي اطاعت ڪئي هئي. قرآن پاڪ ۾ حضرت ابراهيمؑ جو مقولو منقول آهي ته هُن فرمايو هو ته "اي اسماعيلؑ مون خواب ۾ ڏٺو آهي ته آئون توکي ذبح ڪري رهيو آهيان، ان تي حضرت اسماعيلؑ فرمايو هو ته جيڪو توهان کي حُڪم ٿيو آهي اُن جي تعميل ڪريو ۽ اهو پنهنجو پاڻ کي ذبح ڪرائڻ تي آماده ٿي ويو هو. آئون توکي فنا ڪري رهي آهيان اهو بظاهر فنا آهي پر حقيقت ۾ بقا آهي. اهو مٿو جيتوڻيڪ نفس الامر ۾ ڪٽجي نه رهيو آهي پر ان نموني سان ظاهري طور تي مٿي ڪاٽڻ سان رضا ۽ تسليم جي تعليم ڏيڻ مقصود هو. ان آزمائش جي نتيجي ۾

تنهنجي پنهنجي هستي ۽ وجود ختم ٿي ويندو، پوءِ بقا بالله حاصل ٿيندو. ڇٽي جي پهرين حالت جيتوڻيڪ هن لاءِ سُني هئي پر آزمائش کان پوءِ جي حالت ان کان بدرجها بهتر آهي. غذا بنجڻ کانپوءِ اهو انساني جان ۽ دل جي باغ جو گُل ٿي ويندو. هاڻي ڇٽو ترقي ڪري نباتات مان حيوانات ۾ داخل ٿي ويو، ڇاڪاڻ ته اهو حيوان جو جُزو بنجي ويو. هاڻي انساني غذا بنجي ڪري انساني فڪرن جي غذا بنجي ويو. ڇٽو رڌجي انساني افڪار جي غذا بنجي وڃي ٿو. انساني جُز هجڻ جي ڪري پنهنجي وجود کان اعليٰ وجود حاصل ڪري ٿو. ڇٽو انساني صفتن جي پيداوار هو. غذا بنجڻ کانپوءِ اهو وري انساني صفتون اختيار ڪري وٺي ٿو. نباتات جي پيداوار ۾ انهن شين جا اثرات آهن. حيوان نباتات مان خوراڪ حاصل ڪري ٿو، انهيءَ ڪري نباتات جو موت اُن جي ترقيءَ جو سبب بنجي ٿو. منصور حلاج جو قول آهي ته اُقْتُلُوْنِ اي يارو! مون کي قتل ڪريو ڇاڪاڻ ته منهنجي قتل ڪرڻ ۾ ئي منهنجي زندگي آهي. جڏهن ثابت ٿي ويو ته موت ترقيءَ جو سبب آهي، انهيءَ ڪري اُن جو قول صحيح ثابت ٿيو. شطرنج جي اها بازي جنهن ۾ مقابل جا مُهرا مري وڃن فقط بادشاهه باقي رهي ته اهو اڌ موت آهي. بازيءَ ۾ شطرنج جي بادشاهه جو اهڙو گهيرجي وڃڻ جو اهو بند ٿي وڃي، اها پوري هار آهي. جڏهن اهو ثابت ٿيو ته موت کانپوءِ اعليٰ زندگي آهي ته ثابت ٿي ويو ته قتل ۾ ئي زندگي لِڪل آهي. سچو قول ۽ فعل ملائڪ جي غذا بنجي ڪري بُلندي حاصل ڪندو آهي. اهڙي طرح نباتات انسان جو جُز بنجي ڪري بُلندي حاصل ڪندي آهي يعني نوع ادنيٰ فنا کانپوءِ اعليٰ مقام حاصل ڪندو آهي. انساني روحن جا قافلا عالمِ بالا کان دنيا ۾ ڪاروبار جي لاءِ اچن ٿا ۽ نفعو نقصان ڪمائي واپس وڃن ٿا. اصل مقام عالمِ بالا آهي. جڏهن دنيا مان وڃڻو ئي آهي ته خوشيءَ سان سُرخرو ٿي وڃ. مالڪياڻيءَ ڇٽن کي هيءَ به چيو ته آئون توکي ڪاريون ڳالهيون هن لاءِ چوان ٿي تان ته تنهنجي ڪڙاڻ پري ٿي وڃي. جڏهن انگور جو وڻ ڪومائجي ويندو آهي ته ٿڌو پاڻي اُن کي ڏنو ويندو آهي. اِن سان اُن ۾ جوش اچي ويندو آهي ۽ اُن جي سردي ۽ ڪومائجڻ ختم ٿي ويندو آهي، انهيءَ ڪري تنهنجي لاءِ ڪڙيون ڳالهيون تنهنجي ڪڙاڻ دور ڪنديون. مصيبتن تي صبر مقبوليت جو سبب آهي. انسان ۾ جڏهن اها برداشت پيدا ٿي وڃي ۽ ڪڙين ڳالهين سان اُن ۾ ڪڙاڻ پيدا نه ٿئي ته پوءِ اهو ماکيءَ وانگر مِٺو بنجي ويندو آهي. ڪُتو پَٽي جي مصيبت برداشت ڪري پوءِ شڪاري بنبو آهي. انسان مصيبتن جي ذريعي پڪو ٿي ڪري خوش ذائقہ بنبو آهي.

**مومن جي صابر هجڻ جو مثال، جڏهن ته اهو مصيبت جي راز کان واقف ٿي وڃي**

*آں نخود گفت از چنیں ست اے ستی*

*خوش بجوشم یاریم دِہ راستی*

ترجمو: "اُن ڇٽي چيو ته اي بي بي! جيڪڏهن ائين آهي ته مون کي خوب جوش ڏي، منهنجي مدد ڪر، تون سچ ٿي چوين."

جڏهن ڇٽي کي اهو احساس ٿي ويو ته مصيبتون تڪميل جو ذريعو آهن تڏهن هو مصيبتون برداشت ڪرڻ تي خنده پيشانيءَ سان راضي ٿي ويو. تنهنجي تڪليف رساني منهنجي تڪميل جو سبب آهي، تنهنجي ايذاءَ رساني هاڻي منهنجي لاءِ راحت جو سبب آهي. هاٿي هندستان جو جانور آهي ٻين ملڪن ۾ پُهچي ڪري جڏهن اهو خواب ۾ هندستان کي ڏسندو آهي ته مست ٿي ڪري سرڪش ٿي ويندو آهي، پوءِ فيلبان اُن کي راهِ راست تي آڻيندو آهي. ڇٽي چيو ته انهن مصيبتن ۽ مُجاهدن جي ذريعي آئون آغوشِ رحمت ۾ راهه ياب ٿي ويندس.

**مالڪياڻيءَ جو چٽن سان عذر ڪرڻ ۽ ڪين جوش ڏيڻ جي حڪمت بيان ڪرڻ**

آں ستی گوید ڈرا کہ پیش ازیں

من چوتو بودم ز اجزائے زمیں

ترجمو: ”عورت اُن کي چيو ته هن کان پهريان آئون به تو وانگر زمين جي اجزاء مان هُيس.“

اُن عورت چٽن کي چيو ته آئون به نباتي اجزاء مان نهيل آهيان، مون تڪليفون ۽ مصيبتون برداشت ڪيون تڏهن ڪجهه بڻي آهيان، هڪ عرصي تائين خارجي مصيبتون برداشت ڪيون ۽ بدني مُجاهدا ڪيا. انهن مصيبتن ڪانپوءِ منهنجا باطني حواس بيدار ۽ سجاڳ ٿيا آهن ۽ آئون صاحبِ روح بنجي تنهنجي استاد ٿي آهيان. آئون جڏهن جماديت کان ترقي ڪري رهي هُيس تڏهن چوندي هُيس ته اها ترقي اِن لاءِ آهي ته آئون انسان جو علم ۽ صفت بنجان. هاڻي جڏهن روح بنجي ويئي آهيان ته روحِ حيواني کان بلند مرتبو حاصل ڪرڻ گهرجي. ترقين جي ان ذڪر مان هي شُبهو ٿيو ته اُن جي ذڪر سان الله سان اتحاد ذاتي تائين ترقي نه سمجهي وڃي. انهيءَ ڪري فرمائيندا آهن ته خدا ڪان دعا گهر تان ته تون صحيح مطلب سمجهي سگهين ۽ گمراهه نه ٿي وڃين. الله سان اتحاد ذاتي جو عقيدو گُمراهي آهي. جهڙي طرح قرآن مان ڪجهه ڪج فهم گمراهه ٿين ٿا ايئن مثنويءَ مان به ٿي سگهن ٿا، ان ۾ قرآن جو قُصور نه آهي پر اهو انهن جي باطن جي انڌائپ جو قصور آهي.

**مهمان مارڻ واري مسجد جي مهمان جي سچائي ۽ پڪي ارادي جو قصو**

آں غریبے شہر سر بالا طلب

گفت می خسپم دریں مسجد بشب

ترجمو: ”اُن شهر جي پرديسي ۽ عالمِ بالا جي طالب چيو ته آئون رات جو اِن مسجد ۾ سُمهندس.“

اهو مهمان ان شهر ۾ مسافر هو ۽ عالمِ آخرت جو طالب هو. جيئن ته ان جو اصل مقصد فنا في الذات هو، مسافر چيو ته اي دوست! مون کي اجازت ڏيو ته آئون منصور وانگر قاسيءَ جو کيل ڪيڏان. منصور کي قاسي ڏني ويئي هئي. جيڪڏهن توهان نصيحت ڪرڻ ۾ جبرئيل عليه السلام آهيو ته باهه ۾ خليل الله مدد نٿو چاهي. اصل ۾ ٿيو هيئن هو ته حضرت ابراهيم عليه السلام کي جڏهن نمرود باهه ۾ وڌو تڏهن حضرت جبرئيل عليه السلام اچي ڪري مدد ڪرڻ جي خواهش ظاهر ڪئي هئي. عود ۽ عنبر جي ٻرڻ سان خوشبوءِ پکڙندي آهي. جبرئيل عليه السلام مان اُن مهمان کي نصيحت ڪرڻ وارا مُراد آهن ۽ خليل عليه السلام مان مراد خود اهو مهمان آهي. مهمان نصيحت ڪرڻ واري کي چوي ٿو ته منهنجو روح حيواني روح نه آهي، جنهن ۾ گهٽجڻ ۽ وڌڻ ٿيندو آهي. حيواني روح غذا سان وڌندو آهي ۽ فقط هڪ شُعلو آهي جيڪو باهه وانگر ختم ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن انساني جان شهوت جي باهه ۽ غضب جو ٻارڻ نه بڻجي ته اها خوب وڌي ۽ ويجهي. خود به منور ٿئي ۽ ٻين کي به منوّر بناءِ. بزرگ رومي رحمة الله عليه غضب ۽ شهوت جي فاني هجڻ کي حسي باهه جي فاني هجڻ سان سمجهائي ٿو ته هيءَ دنيا جي باهه ڪُره آتش جو پرتوو آهي، پرتوو ۽ سايو ناپائيدار هوندو آهي. هن دنيا جي باهه جو آتشي ڪُره جو پرتوو ۽ ناپائيدار هجڻ هن طرح سمجهو ته جيئن انسان جو قد ۽ اُن جو پاڇو آهي. پرتو اصل ڏانهن موٽي وڃي ٿو. مثنوي جي عالي مضمونن تائين ماڻهن جي رسائي نه آهي انهيءَ ڪري جنگ ۽ جهڳڙي ۾ مبتلا ٿي وڃن ٿا. مثنوي تي اعتراض ڪرڻ وارا گهڻا آهن ۽ آئون طبعاً خاموشي اختيار ڪريان ٿو. جيئن ته مونکي طبعاً ڏاڍو افسوس آهي، انهي ڪري فتني جو سبب بيان ڪرڻ تي مجبور آهيان، ورنه خاموشي اختيار ڪريان ها.

**ناسمجھ ماڻھن جي بدگمان سوچن جو ذڪر**

*پيش ازاں کايں قصه تا مخلص رسد*
*دو دو گندے آمد از اہل حسد*

ترجمو: ”ھن کان اڳ ۾ جو اھو قصو خاتمي تائين پهچي، حاسدن جي طرفان بدبوءِ ۽ دونهون پيدا ٿي ويو.“

مونکي اعتراض ڪرڻ وارن تي عقلي لحاظ سان ڪوبہ رنج نہ آھي انهيءَ ڪري آئون جواب نٿو ڏيان پر سوچيان ٿو تہ جيڪڏھن جواب نہ ڏيندس تہ اعتراض ڪرڻ وارن جون ڳالهيون ساده دل ماڻھن کي گُمراھ ڪري ڇڏينديون. حڪيم سنائي رحمة الله عليه ڏاڍو سُٺو چيو آھي تہ گمراھن جي پُهچ خالي قرآن جي لفظن تائين آھي، انهن جو مثال چمڙي جهڙو آھي جيڪو سج جي نور کان محروم آھي ۽ فقط گرميءَ جو احساس ڪري ٿو. اِن ۾ اصحابِ معرفت جي توجھ جي ڪا حقيقت نہ آھي. مثنوي ۾ ابواب ۽ فصل قائم ڪري تصوف جي مرتبن جو ذڪر هجڻ گھرجي ھا ۽ سالڪ جي لاءِ ھر منزل ۽ مقام جي نشاندھي ھجڻ گھرجي ھا. اعتراض ڪرڻ وارن چيو تہ ھن مثنويءَ ۾ تہ فقط قصا ۽ ڪهاڻيون آھن ۽ اھا مثنوي ظاھري ۽ باطني لحاظ کان ٻاراڻن قِصن سان ڀريل آھي. مُعترضن قرآن تي بہ اھڙي طرح جا اعتراض ڪيا ھئا تہ اھو صرف اڳوڻن قصن سان ڀريل آھي، قرآن ۾ ڪو بُلند پايہ مضمون نہ آھي، ونڊ ۾ وڏ حلال ۽ حرام جا احڪام آھن باقي سڀ قصا آھن، اھي انبيائن جا قصا سيني کي معلوم آھن، قرآن ۾ اھي مضمون ڪٿي آھن جن سان عقل دنگ رھجي وڃي! معترضن جي جواب ۾ قرآن چيو تہ جيڪڏھن قرآن توھان کي اھڙو ئي آسان نظر اچي ٿو تہ سڀئي جن ۽ انسان ۽ ٻيا مددگار گڏجي ڪري ھڪڙي آيت قرآن جهڙي ٺاھي ڏيکاريو.

**قرآن جو ظاھر ۽ باطن آھي، حديث جي سمجھاڻي**

قرآن جو ھڪ تہ لفظي ترجمو ۽ معنيٰ آھي، پوءِ اُن معنيٰ ۾ معنيٰ آھي. اھڙي طرح تھ در تھ ستن معنائن تائين اھو سلسلو آھي. انهن معنائن جي ڪجھ مرتبن تائين فھم ۽ فراست جي تفاوت جي لحاظ کان مجتھدين ۽ علماء جي پُهچ آھي ۽ ڪجھ مرتبن سان فقط علم الله جو تعلق آھي. واضح رھي تہ اسرار ۽ علم جي بيان ۾ اھا ئي معنيٰ معتبر ٿيندي جيڪا قرآني الفاظ ۽ ظاھر جي خلاف نہ ھوندي.

*حرفِ قرآں رابداں کہ ظاہر ست*
*زیر ظاہر باطنے بس قاہر ست*

ترجمو: ”سمجھ تہ قرآن جا لفظ انهن جو ظاھر آھي ۽ ظاھر جي ھيٺان ھڪ مضبوط باطن آھي.“

حضرت علي ڪرم الله وجھ اھڙن اسرارن تائين پُهچي ويندو ھو ۽ ٻيا صحابي حيران ٿي ويندا ھئا. قرآن جي معنيٰ جي تھ ۾ سيني جو عقل گم ٿي وڃي ٿو. معنيٰ جي چوٿين منزل تائين انساني عقل جي رسائي نہ آھي. قرآن جي صرف الفاظ کي نہ سمجھو، بلڪ اھو انهن تھ بہ تھ معنائن ۽ الفاظ جو مجموعو آھي. خالي ظاھر تي نظر ڪرڻ شيطاني ڪم آھي. قرآن جا الفاظ ۽ اُن ۾ لڪل معنيٰ جو مثال انسان جي صورت ۽ ان باطني ۽ روحاني وصفن جهڙو سمجھو. ھڪ انسان چاھي توھان جو ڪيترو بہ ويجھو عزيز ڇونہ ھجي توھان اُن جي باطني اوصافن کان غافل رھو ٿا.

**انبياءَ ۽ اولياءَ جو جبلن ۽ غارن ۾ وڃڻ عوام کي تنگ ڪرڻ لاءِ نہ ھوندو آھي**

بزرگ رومي رحمة الله عليه ھي سمجھايو آھي تہ قُرب جي باوجود انسان جا باطني احوال عوام کان مخفي رھندا آھن. ھاڻي ان خيال کي غلط ڪري ٿو تہ الله وارا پنهنجو پاڻ کي لِڪائڻ لاءِ جھنگلن ۽ جبلن ۾ ھليا ويندا آھن ۽ فرمائي ٿو تہ بزرگ جي خِلوت نشيني پنهنجو پاڻ کي لِڪائڻ نہ آھي، انهن جا اوصاف تہ بھرحال عوام تي لِڪل رھندا آھن، اھو

ماڻهن کي ترڪِ دنيا جي تعليم ڏيڻ لاءِ آهي.

آں کہ گوے ند اولیاء درکہ بُوَند
تا ز چشمِ تردو ماں پنہاں شَوند

ترجمو: "ماڻهو چوندا آهن ته اولياءَ جبلن ۾ ان ڪري هوندا آهن تان ته ماڻهن جي نظرن کان لِڪل رهن."

اولياءَ عوام ۾ رهندي به اُنهن کان سوين جبلن جي بُلندي تي آهن، انهن جي اوصاف تائين عوام جي پُهچ ڪٿي آهي؟ جڏهن انهن ۾ ۽ عوام ۾ سوين جبلن ۽ دريائن جي دوري آهي ته انهن کي لِڪڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ انهن جي بلند مقام تائين ته آسمان جي ڊوڙ ڊُڪ به نه آهي. شاعراڻو تخيّل پيش ڪندي رومي رحمة الله عليه چوي ٿو ته آسمان ڪارو ۽ نيرو لباس هن غم ۾ پاتو آهي ته اهو الله وارن جي مرتبي تائين نه پهچي سگهيو. پري، ظاهر ۾ انسانن جي نظر کان پوشيده آهي ته اُنجي اوصافن جو پوشيده رهڻ ايتري قدر تعجب خيز نه آهي جيتري قدر انسانن جي اوصاف جو پوشيده رهڻ. چاڪاڻ ته اهي نگاهن کان پوشيده به نه آهن. جڏهن عام ماڻهن جي اوصافن تائين پهچڻ ڏکيو آهي ته حضرت آدم عليه السلام جي اوصافن تائين ڪيئن ٿو پهچي سگهجي.

**ڪاملين کي حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺ ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ڦوڪ سمجهڻ**

ڪامل عارفن ۽ سندن ڪلام کي حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺِ ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ڦوڪ هٿڻ سمجهو جيڪي بظاهر معمولي شيون هُيون پر انهن جا باطني ڪمال ۽ اوصاف حيرت انگيز هئا.

آدمی ہچو عصائے موسیٰؑ ست
آدمی ہچو فسونِ عیسیٰؑ ست

ترجمو: "ماڻهو (حضرت) موسيٰ عليه السلام جي لٺِ وانگر آهي. ماڻهو (حضرت) عيسيٰ جي دم (ڪرڻ) وانگر آهي."

حديث شريف ۾ آهي ته اِنَّ قُلُوْبَ بَنِيْ اٰدَمَ كُلَّهَا بَيْنَ اِصْبَعَيْنِ مِنْ اَصَابِعِ الرَّحْمٰنِ كَقَلْبٍ وَاحِدٍ يُصَرِّفُهٗ، كَيْفَ يَشَاءُ "يقيناً سيني انسانن جون دليون، هڪ دل وانگر، الله تعاليٰ جي ٻن آڱرين جي وچ ۾ آهن، انهن کي جهڙي طرح چاهي ٿو ڦيرائي ٿو." يعني جهڙي طرح حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺِ ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ڦوڪ خاص الله تعاليٰ جي تصرّفات مان آهن. اهڙي طرح مومن جي دل تي به الله تعاليٰ جا خُصوصي تصرّفات آهن. حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ڦوڪ سان مُرده زنده ٿي ويندا هئا. هيءُ نه سمجهو ته معمولي ڪاني آهي آساني سان حاصل ٿي ويندي. حضرت موسيٰ جي لٺِ جي ضرب ۽ ڌڪ سان نيل درياءَ ٻن ٽُڪرن ۾ ورهائجي ويو. تو پري کان صرف ڪارَ ڏٺي آهي، اندر گهڙي ڏس ته ڪيتري قدر لشڪر موجود آهي! تو پري کان فقط لٺ ڏٺي آهي ويجهو وڃ، ته اُن ۾ مرد ڏسندين. مطلب ته تنهنجي نظر فقط ظاهري وصفن تي آهي. باطني وصفن کي به ڏس. انهن جا باطني اوصاف اهڙا آهن جو انهن جي لَتَ به اکين کي روشن ڪري ڇڏي ٿي ۽ انهن جي همتِ مردانه جبلن کي لوڏي ڇڏي ٿي. حضرت موسيٰ جي قدمن سان ڪوهِ طور رقص ڪرڻ لڳو هو.

**الله پاڪ جو جبلن ۽ پکين کي تسبيح داؤدي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ حڪم ڪرڻ**

حضرت دائود عليه السلام جي باري ۾ جبلن ۽ پکين کي حڪم ٿيو هو ته اهي اُن سان گڏ نغما پڙهن.

روئے داوٗدؑ از فرش تاباں شُدہ
کوہہا اندر پَیش نالاں شُدہ

ترجمو: "(حضرت) دائود جو چهرو اُن الله جي شان سان روشن ٿيو، جبل اُن جي پويان رُنا."

حضرت دائودؑ ۾ جبل الله جي عشق ۾ هم نغمه بنجي ويا. الله تعاليٰ حضرت دائودؑ کي فرمايو هو ته تون منهنجي فراق ۾ مبتلا آهين ۽ دوستن کان جُدا آهين. فراق ۽ جدائي جو غم جهڪو ڪرڻ لاءِ محفل ۽ قوالي جي ضرورت آهي. انهيءَ ڪري آئون جبلن ۾ اها ڪيفيت پيدا ڪري ڇڏيان ٿو. جبلن کي ناله ۽ فرياد ۾ مبتلا ڪرڻ ۾ هيءَ به حڪمت آهي ته توهان اهو سمجهو ته چپن ۽ ڏندن کان سواءِ به دانهن ٿيندي آهي، جيڪا عارف ڪامل ڪندا آهن. ۽ سندن دل جي دانهن کي انهن جا ڪَنَ ٻُڌن ٿا، توهان نٿا ٻُڌي سگهو پر انهن جي ان ڪيفيت تي يقين ڪرڻ توهان جي سعادت آهي. عارفن جا روحاني مُڪالمات جاري رهندا آهن. انهن وٽ ويهڻ وارا اُن کان بي خبر رهندا آهن. روحاني ڳالهه ٻولهه حسي ڪنن سان ٻُڌي نٿي سگهجي. عوام ٻوڙو آهي جيڪو اُن کي نٿو ٻُڌي، جڏهن ته اهي مختلف ڪرامتون ڏسي چڪا آهن ۽ انهن کي ان ڳالهه جو معتقد هجڻ گهرجي.

**مثنويءَ تي اعتراض ڪرڻ وارا ڪوتاه بين آهن**

*اے سگِ طاعن توعو عو مي کُن*
*طعنِ قرآن را بروں شومي کُن*

ترجمو: ”اي طعني ڏيڻ وارا ڪُتا! تون ٻئو ٻئو ڪرين ٿو، قرآن تي طعني جي لاءِ رستو بنائين ٿو.“

مثنوي جيڪا قرآن جي فارسي تشريح آهي، اُن تي اعتراض حقيقت ۾ قرآن تي اعتراض آهي پر اعتراض ڪندڙن ۾ براهِ راست قرآن تي اعتراض ڪرڻ جي همت نه آهي، انهيءَ ڪري انهن بچاءَ جي هيءَ صورت اختيار ڪئي ته مثنوي تي اعتراض ڪيا وڃن. ڇاڪاڻ جو قرآن تي اعتراض ڪرڻ آسان ڳالهه نه آهي، اهو صريح ڪُفر آهي. قيامت تائين قرآن جو اعلان آهي ته قرآن کي افسانو ۽ آکاڻيون چوڻ وارا خود تباهه ۽ برباد ٿيندا ۽ انهن جو وجود خود افسانو بنجي رهجي ويندو. ڪلامِ الله جي صفت آهي جيڪا ذاتِ باري سان قائم آهي. ذاتِ خداوندي بمنزله سج جي ۽ صفتون بمنزله نور جي آهن، جيڪي سج جي ذات سان قائم آهن. قرآن آبِ حيات جو اهڙو سرچشمو آهي جو جيڪو ان مان سيراب ٿيندو ان کي ابدي زندگي حاصل ٿي ويندي. جيڪڏهن منڪر قرآن تي اعتراض نه ڪن ها، ته انهن جي قبرن تي به رحمت جو نزول ٿئي ها. هاڻي بزرگ روميؒ فرمائي ٿو ته مُعترضن جي اعتراضن ڪري آئون مثنوي لکڻ بند نه ڪندس ۽ اعتراضن ڏانهن توجه ڪونه ڏيندس.

**سوارن جي سيٽي وڄائڻ سان وڇيري جي ٿڃ جو مثال:**

وڇيري کي اُن جي ماءُ سمجهايو هو ته سيٽين سان ڇرڪ نه پر، پاڻي پيئڻ ۾ مشغول رهه. آئون به ان طرح اعتراضن کان قطع نظر ڪري پنهنجي ڪم ۾ لڳو رهندس.

*آنکہ فرمود ست او اندر خِطاب*
*کُرہؔ و مادر ہمر خوردَ نہ آب*

ترجمو: ”جيڪو گفتگو ۾ اُن فرمايو ته وڇيرو ۽ ماءُ پاڻي پي رهيا هئا.“

سوار گهوڙن کي پاڻي پيارڻ وقت سيٽي وڄائيندا آهن تان ته اهي پاڻي پيئڻ ۾ مشغول رهن. سيٽي يا سيند ٻڌڻ سان وڇيرو پاڻيءَ کان ٿنو ۽ ڊنو ٿي، تڏهن ماءُ چيس ته جڏهن کان هيءَ دنيا ٺهي آهي بيڪار ڪم وارا پنهنجي ڪرت ۾ رڌل آهن، تون پنهنجو ڪم ڪر. وقت تنگ آهي ۽ پاڻي تيزيءَ سان وهي رهيو آهي. آبِ حيات سان ڀريل نهر مشهور آهي. ڪامل عارفن جي گفتگوءَ جي نهر مان خِضر وارو پاڻي اسين پيون ٿا.

جيڪڏهن توکي ان بزرگ جي ڪا ڪرامت نظر نٿي اچي ته ڏسڻ کان سواءِ ئي تعلق پيدا ڪر، پوءِ توکي اُن جي

بزرگيءَ جو يقين اچي ويندو. جيڪڏهن انڌي کي نهر جو پاڻي نظر نه اچي ته اُن کي گهرجي ته نهر ۾ مَٽُ وجهي ڏسي. پاڻيءَ سان مٽ ڀرجي ويندو، پوءِ پاڻي هُجڻ جو يقين ٿي ويندس. اڳ ۾ ته ان جو فعل ڏنل ٻڌل هو، هاڻي اُن کي دل جو يقين حاصل ٿي ويندو. انڌي کي دلي ڀرجڻ سان پاڻيءَ جو يقين ٿي ويندو. اُن کي پنهنجي ڳراڻ ۽ مشڪ جو ڀريل هجڻ ان وقت معلوم ٿيندو جڏهن اهو ڏسندو ته نفساني هوا اُن کي اَڏائي نٿي سگهي. جيڪي ماڻهو بيوقوف آهن ۽ بزرگن کان فيضياب نٿا ٿين انهن جو مَٽ هلڪو هوندو آهي. خواهش جي هوا اُنهن کي اڏائيندي وتندي آهي. شيخ جو تعلق ٻيڙيءَ جي لنگر وانگر آهي جيڪو ٻيڙيءَ کي مُخالف هوا ۾ وڃڻ کان روڪي ٿو. جيئن ته تو ۾ عقل جو لنگر نه آهي تنهنڪري تون بزرگن جي عقل کان اهو لنگر حاصل ڪر. اها مدد پهريان دل کي حاصل ٿيندي آهي پوءِ اُن سان اکيون منوّر ٿينديون آهن. حسي ۽ باطني نور جو تعلق دل سان هوندو آهي. ان کان اک ۾ مُنتقل ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري جڏهن قلب جي حرڪت بند ٿي ويندي آهي ته اکين جي روشني به ختم ٿي ويندي آهي. رب جي تجلّين جو نزول دل تي ٿيندو آهي، جڏهن ته آسماني پاڻيءَ جو نزول دلي تي ٿيندو آهي. اسان کي اُن وچيري وانگر پاڻي پيئڻ ۾ لڳو رهڻ گهرجي ۽ اعتراض ڪرڻ وارن جي سيٽين سان ٽهڻ نه گهرجي. سالڪ پيغمبرن جو پيروڪار آهي. جهڙيءَ طرح پيغمبرن طعنه زني جي ڪري پنهنجو ڪم ڪونه ڇڏيو تيئن سالڪ کي به نه ڇڏڻ گهرجي.

**مهمان ۽ مهمان کي قتل ڪرڻ واري مسجد جي قصي جو باقي حصو:**

خفته در مسجد خود اورا خواب کُو

مردِ غرقه گشته چون خُسپد بجُو

ترجمو: ”هو مسجد ۾ سُمهي رهيو، اُن کي ننڊ ڪٿي ٿي اچي، ٻڏل انسان نهر ۾ ڪيئن سُمهي؟“

اهو عاشق مسجد ۾ ليٽي رهيو پر اُن کي ننڊ نه آئي ڇاڪاڻ ته اهو عشق ۾ ٻُڏل هو ۽ ٻُڏل جو ننڊ سان ڪهڙو واسطو؟ عاشق جي ننڊ ته اُڏامندڙ پکي يا ترندڙ مڇيءَ جي ننڊ جيئن هوندي آهي. اڌ رات جو پنج دفعا سخت آواز آيو ته ”آئون تو مٿي اچان ٿو، اي فائدي مند! اچان پيو.“

**هن آيت جو تفسير:** وَاَجْلِبْ عَلَيْهِمْ بِخَيْلِكَ وَرَجِلِكَ وَشَارِكْهُمْ فِي الْاَمْوَالِ وَالْاَوْلَادِ وَعِدْهُمْ ۚ وَمَا يَعِدُهُمُ الشَّيْطٰنُ اِلَّا غُرُوْرًا

غيبي آواز ان مهمان کي فقط ڊيڄاريو ۽ اُن جو ڊيڄارڻ غير واقعي هو. اهڙي طرح شيطان سالڪ کي ڊيڄاريندو آهي جيڪا خالي ڌمڪي هوندي آهي. هيٺ ان گفتگوءَ جو تفصيل آهي.

تو چو عزم دين کُن بااجتهاد

ديو بانگت بَرزند اندر نهاد

ترجمو: ”جڏهن تون ڪوشش سان دين جو قصد ڪرين ٿو ته جسم جي اندران شيطان توکي آواز ڏئي ٿو.“

جڏهن انسان ديناري اختيار ڪرڻ جو عزم ۽ ارادو ڪندو آهي تڏهن شيطان اُن کي فقر ۽ فاقي کان ڊيڄاريندو آهي. (چوندو آهي ته) دين جي ڪمن ۾ لڳندين ته ڪمائيءَ کان محروم ٿي ڪري مُفلس ۽ مسڪين بنجي ويندين، مُفلس جو نه ڪو دوست رهندو آهي ۽ نه ڪو مددگار! اهو پشيمان ۽ ذليل ٿي ويندو آهي. ديناري جو ارادو ڪرڻ وارو گمراهيءَ ڏانهن موٽندو آهي ۽ دنيا ۾ لڳي ويندو آهي ۽ دل ۾ سوچڻ لڳندو آهي ته نيڪي ڪرڻ جو گهڻو وقت آهي، آئيندي نيڪي ڪندس.“ پاڙيسريءَ جي موت سان ڪجهه تنبيهه ٿيندي آهي، پوءِ وري دين ڏانهن ڀڄندو آهي ۽ علم ۽ حڪمت جو ڪم وٺي چوندو آهي ته فقر جي ڊپ کان دين کان مُنهن نه موڙيندس. شيطان وري اُن کي ڏوڪو ڏيندو آهي. انسان وري اُن جي ڏوڪي ۾ اچي دين کان مُنهن موڙيندو آهي. سالن جا سال انسان ان ڪشمڪش ۾ گذاري

ڇڏيندو آهي ۽ گناهن جي اونداهيءَ ۾ زندگي بسر ڪندو آهي. شيطان جو آواز نه دين جي رستي تي هلڻ ڏئي ٿو، نه روحاني غذا کائڻ ڏئي ٿو. انهن جي روحن تي اهڙي ئي مايوسي طاري آهي جهڙي ڪافرن جي روحن تي مرڻ کانپوءِ طاري هوندي. شيطاني آواز جا جڏهن اثرات آهن ته خدائي آواز جا اِن کان وڌيڪ اثرات هوندا. خدائي آواز جيتوڻيڪ شيطاني آواز کان وڌيل آهي پر توهان تي ان جا اثرات هِن ڪري مُرتب نه ٿا ٿين جو توهان ان جا اهل نه آهيو. جهڙي طرح باز جي آواز جي هيبت ڪوريئڙي جي آواز جي هيبت کان وڌيل آهي پر ان سان مک به متاثر نه ٿي ٿئي. جيڪڏهن توهان خدائي آواز جا اهل هجو ها ته لامحاله ان کان ايئن متاثر ٿيو ها، جهڙي طرح ڊيل باز جي آواز کان متاثر ٿئي ٿي. مک جيئن ته باز جو شڪار نه آهي انهيءَ ڪري اها متاثر نٿي ٿئي. توهان خود بمنزله مک جي آهيو، انهيءَ ڪري ڪوريئڙي (شيطان) جو آواز توهان تي اثر انداز آهي. خدائي آواز جا اهل عارف ڪامل آهن، انهيءَ ڪري انهن تي اهو اثر انداز آهي. ڪوريئڙي (شيطان) جي آواز جو اُنهن تي ڪو اثر نه آهي. انهيءَ ڪري قرآن ۾ شيطان کي مخاطب ٿي چيو آهي ته اِنَّ عِبَادِيْ لَيْسَ لَكَ عَلَيْهِمْ سُلْطٰنٌ (الحجر-٤٢) بيشڪ، منهنجي ٻانهن تي تنهنجو ڪو به دٻدٻو نه آهي. اهو امتياز هن لاءِ رکيو ويو آهي ته جيئن مقبول ۽ غير مقبول هڪ ٻئي کان ممتاز ۽ جدا رهن.

**مسجد جي مهمان کي اڌ رات ۾ جادوءَ جي آواز جو پهچڻ:**

خدائي ۽ شيطاني آواز جي اثرات کانپوءِ هاڻي بزرگ رومي اُن آواز جو ذڪر ڪري ٿو جيڪو مهمان مسجد ۾ ٻڌو پر ان آواز ڪيس خوفزده نه ڪيو.

*بشنو اکنوں قصۂ آں بانگ سخت*

*کہ نرفت از جا بدان آں نیک بخت*

ترجمو: "هاڻي اُن سخت آواز جو قصو ٻُڌ، ان سان اهو نيڪ بخت جڳهه تان نه هٽيو."

مهمان چيو ته آئون ڇو ڊڄان جڏهن ته اهو عيد (خوشي) جو نغارو آهي. موت جي نشاني اهل الله لاءِ خوشيءَ جو سبب آهي. باقي اهل دنيا باطني نور کان خالي آهن موت اهل الله جي لاءِ خوشيءَ جو سبب آهي پر اهو اهل دنيا جي لاءِ تڪليف جو سبب آهي، عيد جو نغارو وڄندي ئي عيد ملهائڻ وارا خوش ٿيندا آهن. اِن طلسم جي دُهل جڏهن خوفناڪ آواز ڏنو تڏهن ان وليءَ کي ڪيتري قدر فائدو پُهتو ته عيد کهڙي قسم جا ڪاڏا تيار ڪرائي ٿي. اُن مهمان جي آواز سان اهو طِلسم ٽُٽي ويو ۽ هر طرف کان زر پاشي شروع ٿي ويئي. ايترو سون وٺو جو ڪيس دروازي بند هجڻ جو احساس ٿيو اُن کانپوءِ اهو شير بهادر اُٿيو. صبح تائين سون ٻاهر ڪيندو رهيو. سون جا توڙا ۽ ٿيلها پريندو رهيو. هن قِصي ۾ جيڪا سون وسڻ جي ڳالهه آئي آهي ان مان اهلِ ظاهر ۽ دنيادار زرپرست دنياوي سون سمجهندا حالانڪ ان مان مراد انوارِ خداوندي ۽ برڪتون آهن. جهڙي طرح ٻِڪرن کي ٻار سون سمجهندا آهن اهڙي طرح اهلِ دنيا هن سون کي جيڪو حقيقت ۾ ٺڪريون آهن سون سمجهن ٿا. ٻارن جي اڳيان جڏهن سون جو ذڪر ڪندا ته اهي ٺِڪريون مراد وٺندا. اهڙي طرح دنيادارن جي اڳيان سون جو ذڪر ڪندا ته اهي دنياوي سون سمجهندا. هن سون مان مراد الله جون تجليون آهن. دل هن سون ۽ چاندي سان حريص ٿئجي ٿي پر جڏهن اُن تي رب جون تجليون پون ٿيون تڏهن ڪيس غنا حاصل ٿئي ٿي. ان مهمان جي لاءِ مسجد شمع ۽ پاڻ اُن جو پروانو هو. پهريان ان طلسم جي آواز سان دهشت ٿي پر جڏهن اُن جان نثاري کان ڪم ورتو ته اُن تي تجلين جو نزول ٿيو. ان مهمان جي لاءِ اهو آواز اهڙوئي ثابت ٿيو جيئن حضرت موسىٰ عليه السلام جي لاءِ اها باهه هُئي جيڪا ڪيس وڻ وٽ نظر آئي هُئي، اها باهه ڪانه هئي مگر نور هو. حضرت موسىٰ عليه السلام تي الله تعالىٰ جون ڀرپور عنايتون ٿيون، حضرت موسىٰ عليه السلام کي باهه جي ضرورت هئي ته الله تعالىٰ اُن کي نُور نار جي شُڪل ۾ عطا فرمايو ته جيئن شوق سان ان پاسي متوجه ٿئي، جڏهن ڪو عام انسان ڪنهن

عارف ڪامل ڪي ڏسي ٿو ته ان ڪي منجهس فقط بشري اوصاف نظر اچن ٿا. ان عارف ۾ بشري اوصافن جو نظر اچڻ خود اُن جي طبعيت جو عڪس آهي. جيئن ته اهو خود فقط انهن ئي وصفن سان مُتصف آهي، انهيءَ ڪري ان ڪي فقط اهي ئي نظر اچن ٿيون، حالانڪ اهو الله وارو ان کان پاڪ ۽ صاف هوندو آهي. عارف ڪامل ڪي حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ وڻ سمجهو جنهن تي باهه هُئي پر اهو حقيقت ۾ نور هو. اهڙي عارف سان اتصال پيدا ڪر تڏهن تو تي ان جي حقيقت کُلندي. هڪ شيءِ جو بظاهر نار ۽ حقيقتاً نور هجڻ هن ڳالهه مان به سمجهو ته سالڪ کي دنيا پرستي جڏهن نار معلوم ٿيندي آهي پر جڏهن اهو سلوڪ جي راهه تي هلي پوندو آهي، تڏهن ان کي معلوم ٿيندو آهي ته دنيا پرستيءَ جو ترڪ حقيقت ۾ نور آهي. دين جي شمع عشق سان روشن ٿيندي آهي پر اها ٻين باهين وانگر نه آهي. ٻيون باهيون بظاهر نور آهن پر ويجهو وڃڻ سان ساڙي ڇڏين ٿيون ۽ عشق جي باهه پري کان باهه آهي پر عاشقن جي لاءِ گُلاب آهي. دنيا جي باهه بظاهر سٺي آهي پر ساڙڻ واري آهي. اها باهه جڏهن حاصل ٿيندي آهي ته دل روشن ٿي ويندي آهي. عشق جي باهه بظاهر شُعلو آهي پر طبيعت جي موافق پاڪ نور آهي. جيڪو ويجهو ٿئي ٿو ان تي حقيقت کلي ٿي. هن ڳالهه جو خاتمو نظر نٿو اچي، عاشق ۽ بزرگ صدر جي ڳالهه ڪر.

**ان عاشق جو صدر جهان سان ملڻ**

*آں بخاری نیز خود بر شمع زد*
*گشته بود از عشق آسان آں کبد*

ترجمو: ”ان بُخاري پنهنجو پاڻ کي شمع سان ٻاري ڇڏيو، اها تڪليف عشق جي ڪري آسان ٿي وئي.“

جهڙي طرح مسجد جي ترجمان پنهنجو پاڻ کي شمعِ عشق تي قربان ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو هو، اهڙي طرح صدر جهان جي عاشق به پنهنجو پاڻ کي شمع عشق جو پروانو بنايو هو. صدر جهان جي عشق ۾ اهو آهون ڀريندو هو. اهي دانهون صدر جهان جي دل ۾ محبت جو سبب بنجي ويون. صدر جهان پنهنجي دل ۾ خدا کي چيو ”اي خداوندِ ڪريم! اسان جي هن آواره جو ڪهڙو حال ٿيندو، اُن پنهنجي خط ڏانهن ڌيان ڪيو، اسان جي رحمت ۽ محبت تي غور نه ڪيو ۽ ڊڄي ڀڄي ويو. خطادار پنهنجي دل جي چور جي ڪري اسان کان ڊڄي ٿو پر ان جي خوف ۾ به سوين اميدون لِڪل هونديون آهن. اسين نه ڊڄڻ وارن کي ڊيڄاريندا آهيون، جيڪو خود ڊڄي رهيو آهي اُن کي ڇا ڊيڄاريون؟! ٿڌي هنديءَ جي هيٺان باهه ٻاري ويندي آهي، جيڪا هنڊي پاڻ ٽهڪي رهي هجي اُن جي هيٺان ته باهه جهڪي ڪئي ويندي آهي. جتي جهڙي ضرورت هوندي آهي اتي اهڙو عمل ٿيندو آهي. انسان جو باطن وڻ جي پاڙ وانگر آهي، جهڙي طرح جي پاڙ هوندي آهي اهڙا ئي پن نڪرندا آهن. وڻن، نفسن ۽ عقلن جي اها ئي صورت آهي. جهڙيون پاڙون هونديون اهڙا ئي پن نڪرندا. جن دلين ۾ وفا جي وڻ جي پاڙ آهي انهن جا ميوا آسمان تي آهن ڇاڪاڻ ته اهو انهن وڻن مان آهي جن جي پاڙ ته زمين تي قائم آهي پر ٽاريون آسمان تي پهچي ويون آهن، جڏهن عشق جو قُل آسمان تي پيدا ٿيندو آهي ته پوءِ صدرِ جهان جي دل ۾ ڇو نه پيدا ٿيندو. دل کان دل تائين رستو هوندو آهي. ٻه دليون جسمن وانگر بلڪل جدا ڪونه هونديون آهن انهن ۾ پاڻ ۾ اتصال هوندو آهي. جسمن جي جدائي ۽ دلين جي اتصال جو مثال هيءَ آهي ته ٻن روشنين جا ڏيئا ڌار ڌار هوندا آهن پر انهن جي نور جو پاڻ ۾ اتصال آهي. اسان اهو ٻڌايو هو ته صدرِ جهان جي دل جي محبت ان وڪيل جي دل جي محبت جو اثر هو. اها ته سرسري ڳالهه هئي، غور ڪيو وڃي ته حقيقت هيءَ آهي ته عاشق جي دل جي محبت معشوق جي محبت جو اثر ۽ ثمر آهي. عاشق جي دل ۾ محبت تڏهن پيدا ٿئي ٿي جڏهن اڳ ۾ معشوق جي محبت پيدا ٿي چُڪي هوندي آهي. بهرحال عشق جو اثر ٻنهين دلين ۾ هوندو آهي پر اُن جا اثرات ٻنهين تي جدا آهن. عشق عاشق کي ڪمزور ڪري ڇڏيندو آهي ۽ معشوق کي تروتازه بنائيندو آهي ته ان مان شُبهو ٿئي ٿو

۽ معشوق جي دل ۾ عشق نہ آهي. هاڻي هيءَ بہ سمجهو تہ ٻانهي جي دل ۾ عشق الاهي جو ظهور اُن محبت جو اثر آهي جيڪا اُن ٻانهي جي الله تعالىٰ ۾ آهي. تاڙي هميشہ ٻنهين هٿن سان وڄندي آهي. اُڃايل جيڪڏهين پاڻيءَ جو طالب آهي تہ پاڻي بہ پيئڻ واري جو طالب آهي. اُڃايل جي پياس پاڻيءَ جي دل جي جذبي جو اثر آهي. جهڙي طرح خالق ۽ مخلوق ۾ پاڻ ۾ محبت ۽ عشق جو رستو آهي، اهڙي طرح ڪائنات ۾ پاڻ ۾ بہ جذب ۽ عشق آهي. دنيا جون شيون جوڙا جوڙا آهن ۽ هر هڪ پنهنجي جوڙي جو عاشق آهي، جيئن ڪُهربا پٿر (چقمق) گاهہ جي ڪک کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي. اهڙي طرح آسمان ۽ زمين ۾ پاڻ ۾ عشق ۽ محبت آهي. چقمق ۽ لوهہ جي پاڻ ۾ ڪشش آهي. آسمان ۽ زمين ۾ زال ۽ مڙس جهڙو عشق ۽ جذب آهي. آسمان بمنزلہ مڙس ۽ زمين بمنزلہ زال جي آهي. آسمان جيڪي ڪجهہ زمين جي حوالي ڪري ٿو تہ زمين اُن کي ساهہ وانگر سانڍي ٿي. آسمان ئي زمين کي گرمي سردي ۽ آلاڻ پهچائي ٿو. آسمان جا مُختلف حصا زمين کي مختلف قسم جا فائدا پهچائين ٿا. آسمان جو خاڪي بُرج زمين کي خاڪ عنايت ڪري ٿو، آبي بُرج پاڻي عطا ڪري ٿو. هوائي بُرج ڪڪري کي موڪلي ٿو. ناري (آتشي) بُرج سج جا ذرا آڻي ٿو. جهڙي طرح مڙس زال جي لاءِ ڪمائي ۾ سرگردان رهي ٿو اهڙي طرح آسمان زمين جي لاءِ سرگردان آهي. اها زمين آسمان جي لاءِ اهوئي ڪم ڪري ٿي جيڪو زال مُڙس جي لاءِ ڪندي آهي. ٻار ڄڻي ٿي، اُن کي کير پياري ٿي. زمين ۽ آسمان جيئن تہ محسوس شين وانگر عمل ڪن ٿا، انهن کي بہ حساس سمجهو. هڪ ٻئي مان لطف اندوز نہ آهن تہ پاڻ ۾ چو ڳِهڙيا رهن ٿا جيئن مڙس زال کان سواءِ لاولد هوندو آهي، اهڙي طرح جيڪڏهن زمين نہ هجي تہ آسمان پيداوار کان محروم هجي نر ۽ ماديءَ ۾ هڪ ٻئي ڏانهن ميلان ۽ لاڙو هن ڪري آهي ڇو تہ هر هڪ جي ڪم جي تڪميل ٻئي کان سواءِ مُمڪن نہ آهي. بقاءِ عالم عورت ۽ مرد جي اتحاد سان آهي. جهان جي اجزاء جو، پاڻ ۾ ميلان ۽ لاڙو توالد جو سبب آهي. رات ۽ ڏينهن بظاهر ہ مختلف شيون نظر اچن ٿيون پر اُنهن ۾ پاڻ ۾ اتحاد آهي. رات پنهنجي ڪمن جي تڪميل ۾ ڏينهن جي محتاج ۽ ڏينهن پنهنجي ڪمن جي تڪميل ۾ رات جو محتاج آهي. انسان رات جو سُمهي ٿو تہ سندس قوتون مجتمع ٿين ٿيون، جن کي اهو ڏينهن ۾ خرچ ڪري ٿو، جيڪڏهن رات جي آمدني نہ ٿئي تہ ڏينهن جو خرچ ڪيئن هلي؟

**هر عنصر جو پنهنجي اُن جنس کي ڇڪڻ جيڪا ہِي جنس سان ماڻهوءَ جي بناوٽ ۾ قائل آهي**

حيواني جسم چئن عنصرن مِٽي، پاڻي، هوا ۽ باهہ جو مُرڪب مجيو وڃي ٿو. انهن عنصرن مان هر هڪ جو ڪُرو آهي جيڪو اُن جو مخزن ۽ کاڻ آهي. انسان جي جسم جا چار ئي عناصر هر وقت پنهنجي پنهنجي ڪُري ڏانهن موٽڻ چاهين ٿا. انهن عنصرن جو مُتفرق ۽ جدا ٿيڻ موت آهي.

*خاک گوید خاکِ تن را باز گرد*

*ترکِ جاں گو سوئے ما آ ہمچو گرد*

ترجمو: ”جسم جي مِٽيءَ کي مٽي چوندي آهي: واپس اچ. جان کي ڇڏي ڏي، لٽ وانگر اسان وٽ هلي اچ.“ خاڪي ڪُرہ انسان جي خاڪي اجزاء کي پاڻ ڏانهن اچڻ جي دعوت ڏئي ٿو. انساني بدن جو خاڪي عنصر اُن خاڪي ڪُرہ کي جواب ڏيندو آهي تہ جيتوڻيڪ مون لاءِ مرڪز کان جدا رهڻ ڏکيو ٿي رهيو آهي پر آئون مجبور آهيان، هينئر هن جسم جو پابند آهيان. بيماري عناصر جي جدائي جو سبب بڻبي آهي. اهي چار عنصر زندگيءَ ۾ پير ہڌل پکين وانگر آهن. موت ۽ بيماري انهن جا پير کوليندي آهي ۽ اهي عنصر پنهنجي مرڪزن ڏانهن پرواز ڪري ويندا آهن. انهن عنصرن جي پرواز ۾ حڪمتِ خداوندي موت جي وقت تائين رڪاوٽ بڻبي رهندي آهي. الله تعالىٰ قيامت جو علم پنهنجي لاءِ مخصوص فرمايو آهي ۽ هر عنصر پنهنجي ڪُرہ جي رفاقت چاهيندو آهي.

**جان (روح) جو بہ عالمِ ارواح ڏانهن ڇڪجڻ**

بڏهن عناصر پنهنجي اصل جي لاءِ بي چين آهن تہ روح جيڪو حساس بہ آهي، پنهنجي اصل کان جدا رهڻ جي ڪري ڪيتري قدر بيچين هوندو!

گويد اے اجزائے پستِ فرشيم
غُربت من تلخ تر من عرشيم

ترجمو: ”روح چوي ٿو: اي منهنجا زميني پست اجزاءِ، منهنجي مسافرت زياده ڪڙي آهي، آئون عرشي آهيان.“

روح جسم جي عنصري جُزن کي چوي ٿو تہ آئون عرشي آهيان ۽ توهان فرشي آهيو، مون کي پنهنجي مرڪز کان جدا رهڻ سخت ناگوار آهي. جيئن تہ جسم فرشي اجزاء مان ٺهيو آهي انهيءَ ڪري ان جو لاڙو فرشي شين ڏانهن هوندو آهي. روح انساني جو اصل روحِ اعظم آهي، انهيءَ ڪري روح جو لاڙو ابدي زندگي ۽ حيّ قيوم ڏانهن آهي. روح جو لاڙو ترقي ۽ شرف ڏانهن آهي ۽ جسم جو لاڙو ڪاڏي پيتي ڏانهن آهي. جهڙي طرح روح شرف ڏانهن مائل آهي اهڙي هر طرح شرف روح ڏانهن مائل آهي. قرآن پاڪ ۾ مومنن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ يُحِبُّهُمْ وَيُحِبُّوْنَهٗ (المائده-٥٤)”خدا انهن سان محبت ڪري ٿو ۽ اهي خدا سان محبت ڪن ٿا.“ معلوم ٿيو تہ جهڙي طرح روح، روحِ اعظم ڏانهن مائل آهي اهڙي طرح روحِ اعظم بہ روح ڏانهن مائل آهي. جيڪڏهن هن روح ۽ روحِ اعظم جي اتحاد جي ڳالهہ ڪندس تہ مثنوي تمام ضخيم ٿي ويندي. خلاصو هيءُ آهي تہ هر معشوق پنهنجي عاشق جو عاشق هوندو آهي. جڏهن تہ عشق ٻنهين پاسان هوندو آهي ۽ عاشق جو عشق معشوق جا چڪر ڪاٽيندو آهي ۽ معشوق جو عشق عاشق کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي. ٻنهين عشقن جو اثر جدا آهي. عاشق جو عشق اُن کي ڪمزور ۽ ايرو بنائيندو آهي. معشوق جو عشق اُن ۾ حُسن جو اضافو ڪندو آهي. معشوق جو عشق اُن جي ڳلن کي گلزار بنائيندو آهي عاشق جو عشق اُن کي ساڙيندو آهي. ڪهربا پٿر ۾ بہ عشق آهي پر بي نيازيءَ سان گڏ آهي انهيءَ ڪري اهو پنهنجي جڳهہ تي قائم آهي. ڪَکَ ۾ بہ عشق آهي جيڪو اُن کي ڪُهربا ڏانهن ڇڪي آڻيندو آهي. ڪائنات جي پاڻ ۾ عشق جي ذڪر کي ڇڏ، صدرِ جهان جي عاشق جو ذڪر ڪر. اُن جي عشق جو اثر صدرِ جهان تي پيو ۽ اهو ان تي مهربان ٿي ويو پر صدرِ جهان جي عشق لاءِ اُن جي عزت ۽ آبرو معشوق جي تلاش ۾ رڪاوٽ هئي. صدرِ جهان جي رحمت تہ اُن جي مشتاق هئي پر اُن جي سلطنت عشق جي لاءِ مانع بنجي رهي هئي. ڪشش ٻنهين ۾ هئي پر ڪنهن جي ڪشش ٻئي جي ڪشش جو اثر هئي؟ ان ۾ عشق حيران آهي. اللّٰه تعاليٰ پنهنجي محبوبيت جي اظهار لاءِ عاشق ۾ عشق جو جذبو پيدا ڪري ٿو پر اها اهڙي تقرير آهي جو عوام ان سان اللّٰه تعاليٰ جي احتياج ۽ ضرورت جو نتيجو ڪيندا آهن، انهيءَ ڪري ان جو بيان مناسب نہ آهي. اللّٰه تعاليٰ اجازت نٿو ڏي تہ ان امر جي وضاحت ڪئي وڃي. مون کي ان ارادي کان روڪڻ واري اها ئي ذاتِ آهي جيڪا انسانن جي پختي عزم کي روڪيندي آهي. انسان سوين پڪا ارادا ڪري ٿو، پوءِ بہ اُن ارادي کي پورو نٿو ڪري سگهي. ان مان معلوم ٿيو تہ روڪڻ واري خاص ذات آهي. اللّٰه تعاليٰ انهن ارادن کي هن لاءِ فسخ ڪرائي ٿو تہ ماڻهن کي اُن جي معرفت حاصل ٿي وڃي. مشهور مقولو آهي تہ عَرَفْتُ رَبِّيْ بِفَسْخِ الْعَزَائِمِ ”مون پنهنجي خدا کي ارادن جي فسخ ٿيڻ (ٽٽڻ) سان سمجهيو آهي.“ اللّٰه تعاليٰ دل ۾ سو ارادا پيدا فرمائيندو آهي، وري انهن ۾ ناڪام بہ بنائيندو آهي. جڏهن پهريون ارادو ٽٽندو آهي تہ انسان سمجهندو آهي تہ ڪا ذات فسخ ڪرڻ واري آهي. جڏهن انسان جي تدبير ناڪام ٿيندي آهي تڏهن اُن کي قضاءِ خداوندي ۽ خدا جي وجود جو يقين ٿي ويندو آهي.

**ارادن کي منسوخ ڪرڻ ۽ جاري رکڻ جي پويان الاهي حڪمت**

عزمها و قصدها دَر ماجرا
گاه گاهے راست مي آيد تُرا

ترجمو: ”معاملي ۾ ارادا ۽ قصد ڪڏهن ڪڏهن تنهنجي لاءِ ٺيڪ هوندا آهن.“

ڪڏهن ارادي جي تڪميل ٿي ويندي آهي، اهو هن لاءِ ته انسان بلڪل مايوس نه ٿئي. ارادي ۽ نيت کي بلڪل ڇڏي نه ڏئي. جيڪڏهن بلڪل ارادو ڪرڻ ڇڏي ڏيندو ته ارادي جي فسخ ٿيڻ ڪري جيڪا معرفتِ خداوندي حاصل ٿيندي آهي اها ڪونه ٿيندي. عقل وارا ارادي جي پُختگيءَ جي باوجود پوءِ محروميءَ مان ذاتِ خداوندي جي معرفت حاصل ڪن ٿا. مقصد ڪان محرومي بهشت جو گس ڏسيندي آهي، ڇاڪاڻ ته حديث شريف ۾ آهي حُفَّتِ الْجَنَّةُ بِالْمَكَارِهِ "جنت کي ناپسنديدگين سان گهيريو ويو آهي" يعني جنت ۾ وڃڻ جا اهي اسباب آهن جيڪي انسان کي ناگوار لڳندا آهن. پنهنجي محروميءَ سان انسان اُن ذات کي سڃاڻيندو آهي جنهن جي ارادي سان مراد لامحاله حاصل ٿيندي آهي. عقل وارن جي نامرادي جبري ۽ اضطراري آهي. عاشقانِ حق جي ڪسر نفسي ۽ نامرادي اختياري آهي. عقل وارا مجبوريءَ جا ٻانها آهن. عاشقانِ خدا ان محروميءَ ۾ وصلِ حق جون نعمتون حاصل ڪندا آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي ته ثُمَّ اسْتَوٰى اِلَى السَّمَآءِ وَ هِيَ دُخَانٌ فَقَالَ لَهَا وَ لِلْاَرْضِ ائْتِيَا طَوْعًا اَوْ كَرْهًا(حٰم السجده-١١)"پوءِ الله تعاليٰ آسمان تي مستويٰ ٿيو ۽ اهو هڪ دونهون هو، پوءِ اُن کي ۽ زمين کي چيائين ته توهان ٻئي فرمانبرداري ڪريو خوشيءَ سان يا جبراً." يعني اهل عقل جي اطاعت ڪرهاً جو مصداق آهي ۽ عاشقن جي اطاعت طوعاً جو مصداق آهي.

**حضور ﷺ جو انهن قيدين تي تعجب ڪرڻ جن کي ٻيڙيون ۽ ڳٽ هٽي گهليو وڃي!**

هن قصي مان هي ٻڌائڻ مقصد آهي ته ڪجهه ماڻهو اطاعت ڪرڻ تي مجبور ٿي ويندا آهن جيئن ڪافر جيڪي جنگ ۾ قيد ٿي آيا ۽ پوءِ اسلام آڻي اطاعت خداوندي ۾ لڳا.

ديد پيغمبرؐ يکے جُوقِ اسير
که همه بُروند و ايشاں دَر نفير

ترجمو: "حضور ﷺ جن قيدين جي هڪ جماعت ڏٺي جن کي وٺيو پئي ويا ۽ اهي روئي رهيا هئا." حضور ﷺ انهن کي ڏٺو ۽ اهي قيدي حضور ﷺ کي چور نگاهن سان ڏسي رهيا هئا. اهي حضور ﷺ تي ڪاوڙيل هئا. حضور ﷺ انهن قيدين جو نه فديو قبول ڪيو هو ۽ نه روپيا پئسا ۽ نه حضور ﷺ جن وٽ ڪا سفارش پهچي رهي هئي. اهي قيدي دِل ۾ چئي رهيا هئا ته ماڻهو اِنکي رحمتِ عالم چون ٿا حالانڪ هي ماڻهن جو ڳلو ڪاٽي رهيو آهي. اهي دل ئي دل ۾ حضور ﷺ تي طعنه زني ڪري رهيا هئا. اسان پنهنجي ڪاميابيءَ جون گهڻيون تدبيرون ڪيون پر ڪابه تدبير ڪارگر نه ٿي. بي سرو سامان ڪمزور ماڻهو شِڪست ڪائي قيدي بنجي وڃي رهيا هئا، ان جو سبب اسان جي غلط روي آهي يا اسان پرستارن جي نحوست آهي يا جادو ٿيو آهي. وري دل ۾ چيائون ٿي ته جيڪڏهن ان جو جادو هليو آهي ته اسان به جادو ڪيو اهو ڇونه هليو!

**حق تي هلڻ واري لاءِ ڪاميابيءَ جي ۽ ناحق واري تي پٿرن جي وسڻ لاءِ دعا گهرڻ**

قرآن پاڪ ۾ آهي ته اِنْ تَسْتَفْتِحُوْا فَقَدْ جَآءَكُمُ الْفَتْحُ ۚ وَ اِنْ تَنْتَهُوْا فَهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ ۚ وَ اِنْ تَعُوْدُوْا نَعُدْ ۚ وَ لَنْ تُغْنِيَ عَنْكُمْ فِئَتُكُمْ شَيْـًٔا وَّ لَوْ كَثُرَتْ ۙ وَ اَنَّ اللّٰهَ مَعَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٩﴾ "اي مڪي وارويءَ! توهين فتح گهرندا هئا (چوندا هئا ته جيڪو حق تي هجي اُن کي فتح ٿئي) ته هاڻي فتح اچي ويئي. هاڻي جيڪڏهن توهان باز رهندؤ ته توهان جي لاءِ بهتر آهي ۽ جيڪڏهن توهان واپس موٽيؤ ته اسين به موٽنداسون ۽ توهان جو جٿو توهان کي فائدو نه پهچائي سگهندو، چاهي ڪيترو ئي زياده هجي ۽ بيشڪ الله مومنن سان گڏ آهي."

از بُتاں و از خدا درخواستيم
که بکُن ما را اگر ناروا ستيم

ترجمو: "اسان بُتن ۽ خدا ڪان درخواست ڪئي ته جيڪڏهن اسين غلط آهيون ته اسان کي (پاڙ ڪان) پٽي ڇڏ."

ڪافر چوندا هئا ته اسان ٻُتن ۽ خدا کان دعائون گهريون هيون ته جيڪو حق تي هجي ته ان کي فتح ٿئي. هاڻي جڏهن مسلمانن کي فتح ٿي رهي آهي ته يقيناً اهي ماڻهو حق تي آهن. مسلمانن جي فتح منذي اسان جي دعائن جي قبوليت آهي. پوءِ ان خيال کي پنهنجي دل مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. جيڪڏهن غلبو حقانيت جو دليل آهي ته اسان به ڪئين دفعا غالب اچي چڪا آهيون، پوءِ پنهنجي ان خيال جي ترديد ڪندا هئا ۽ سوچيندا هئا ته اسان جي شڪست ۽ مسلمانن جي شڪست ۾ گهڻو فرق آهي، اسين شڪست سان پست ۽ ڪمزور ٿيون ٿا ۽ مسلمان شڪست ڪائي اڀرن ٿا. مسلمان شڪست سان پست همت نٿا بنجن پر انهن ۾ ايماني قوت وڌي ٿي. حضور ﷺ جن ڪڏهن به شڪست سان شِڪسته دل نه ٿيا. مسلمانن جي بي سرو ساماني سندن ايمان جي نشاني آهي ۽ مومن جي شڪست اُنهن جي عملن ۽ اخلاق جي اصلاح ڪري ٿي. بزرگ روميؒ مسلمانن جي شڪست ۾ لِڪل خوبيءَ کي هڪ مثال سان سمجهائي ٿو ته مُشڪ ۽ عنبر جي ڏلهي کي جيڪڏهن توريو وڃي ته اُن جي خوشبو وڌيڪ مهڪندي آهي. ڪافرن جي شڪست جو مثال هي آهي ته گڏهه جي لِڏ کي جيڪڏهن ڦلهوربو ته اُن جي بدبوءِ اڃا وڌيڪ پکڙندي. مسلمانن جي شڪست ۽ ڪافرن جي شڪست کي هڪ سمجهڻ ائين آهي جيئن ڪو لِڏ ۽ مُشڪ کي يا پاڻيءَ ۽ پيشاب کي يا اِطلس ۽ ٽاٽ کي هڪ سمجهي.

## حديبيه مان بنا مقصد حاصل ڪري موٽڻ کي به "فتح مبين" چوڻ جي راز جو بيان

هن ڳالهه جو راز ته مقصد پورو ڪرڻ کان سواءِ حديبيه کان حضور ﷺ جن جي واپس اچڻ کي الله تعاليٰ "فتح مبين" قرار ڏنو ۽ فرمايو ته "بيشڪ، اسان توهان کي کُلي فتح ڏني." بظاهر اها بندش حقيقت ۾ فتح هئي. مسلمانن جي شڪست جيئن ته وڌيڪ تقويت جو باعث هئي انهيءَ ڪري قرآن شريف حديبيه جي ناڪاميءَ کي فتح قرار ڏنو هو.

وقت برگشتِ حديبيه رسولؐ
در تفکر بود و غمگين و ملول

ترجمو: "حديبيه کان واپسيءَ تي رسول الله ﷺ فڪر ۾ هئا ۽ غمگين ۽ ملول هئا."

حضور ﷺ ۽ صحابه رضي الله عنهم جي جماعت مديني مان عمره جي نيت سان مڪ معظمّ جي لاءِ رواني ٿي، مڪي جي ويجهو حديبيه جي مقام تي پهچي ڪري منزل انداز ٿيا، مڪي جا ڪافر ڪين شهر ۾ داخل ٿيڻ کان روڪي رهيا هئا. تڏهن حضور ﷺ جن صُلح ڪري عمري کان سواءِ واپس اچي ويا اها صلح بظاهر مسلمانن جي شڪست پر حقيقت ۾ فتح هئي، جيئن ايندڙ واقعن ثابت ڪري ڏيکاريو. حديبيه جي ناڪام واپسيءَ کي قرآن مجيد "فتح مبين" سان تعبير ڪيو آهي. حضور ﷺ کي حڪم ٿيو ته عمري کان سواءِ واپس وڃو ۽ ان ناڪاميءَ کان رنجيده نه ٿيو، اها ناڪامي گهڻين فتحن جو سبب بنبي. بني قريظه ۽ بني نضير يهودين جا به قبيلا هئا جيڪي مديني جي آسپاس آباد هئا، انهن جي معاهده شڪني جي ڪري حضور ﷺ انهن کي حديبيه جي واقعي کان اڳ ۾ ئي جلاوطن ڪري چڪا هئا. بني نضير سنه4 هجري ۽ بني قريظه سنه5 هجري ۾ غزوه خندق کان فوراً پوءِ جلاوطن ڪيا ويا هئا. حديبيه جو واقعو سنه6 هجري جو آهي البته انهن مان ڪجهه ماڻهو خيبر ۾ وڃي آباد ٿيا هئا ۽ خيبر سنه7 هجري فتح ٿيو. هاڻي جيڪڏهن بزرگ روميؒ جي مراد فتح خيبر آهي ته مولانا جو فرمائڻ سيرت جي ڪتابن مطابق آهي ورنه مخالف آهي. جيڪڏهن فتوحات ۽ غنيمتون نه به هُجن ته به هيءَ جماعت اها آهي جنهن کي رضا جو اهو مقام حاصل آهي جنهن ۾ غم به اهڙي طرح خوش گوار هوندو آهي جهڙي طرح خوشي. حضرت رابعه بصريءَ فرمايو ته سالڪ کي رضا جو مقام ان وقت حاصل ٿيندو آهي جڏهن غم به اُن جي لاءِ ائين خوش گوار هجي جيئن خوشي هوندي آهي. غم انهن کي هن لاءِ خوش گوار نه آهي ته اهو ڪنهن خوشيءَ جو پيش خيمو آهي. ذلت انهن کي ايتري قدر پياري آهي جو اُن جي زوال ۽ تخت شاهي حاصل ٿيڻ کان ڏِڃن ٿا. اهي ماڻهو فقر ۾ شهنشاهي ۽ خِزان ۾ بهار جا لُطف ماڻين ٿا. جڏهن ڪوهه جي گهرائيءَ ۾ معيت حق حاصل آهي ته اهو آسمان جي بُلندي کان بهتر آهي.

**حضور ﷺ جن جي هِن حديث جو تفسير تہ مون کي يونس بن متي تي فضيلت نہ ڏيو**

هن حديث جي تفسير مان روميؒ هي ٻڌائڻ چاهي ٿو تہ اصل، معيت حق آهي، وڏائي ننڍائي ۾ خود کا فضيلت نہ آهي.

گفت پيغمبرؐ کہ معراجِ مرا
نيست بر معراجِ يونسؑ اجتبا

ترجمو: "پيغمبر ﷺ فرمايو تہ منهنجو معراج يونس عليه السلام جي معراج کان وڌ پسنديده نہ آهي."

حضرت يونس عليه السلام کي مڇيءَ جي پيٽ ۾ سمنڊ جي گهرائيءَ ۾ معراج حاصل ٿيو. حضور ﷺ کي معراج آسمانن جي بلنديءَ تي حاصل ٿيو، حق جو قُرب حاصل ٿيڻ سان اُونچائي ۽ هيٺانهين کا شيءِ نہ آهي، الله تعاليٰ جو قُرب بلندي ۽ پستيءَ سان حاصل نٿو ٿئي پر ترکِ هستيءَ سان ٿئي ٿو. جڏهن مقامِ فنا حاصل ٿي وڃي تہ زمان ۽ مکان جي اونچ نيچ سان کو فرق نٿو پوي. فنائيت کانپوءِ اسرارِ خداوندي ظاهر ٿيندا آهن. جيکو شخص هستيءَ ۾ ڦاٿو پيو آهي اهو فنائيت کي نٿو سمجهي سگهي. انهن قيدين چيو تہ اسان جي ۽ مسلمانن جي شکست ۾ وڏو فرق آهي. اهي شکست ۾ بہ ايتري قدر خوش ٿين ٿا جيئن اسين فتح ۾ خوش ٿيون ٿا. بي سرو ساماني انهن جو سامان آهي، فقر ۽ ذلت ۾ فخر سمجهن ٿا. حضور ﷺ جي فنائيت تي اُن شخص اعتراض ڪيو تہ جيڪڏهن اُن کي مقامِ فنائيت حاصل آهي ۽ اهو الله جو مقرّب آهي تہ اسان جي تباهيءَ تي ڇو خوش ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن اُن ۾ بلڪلَ تبديلي اچي ويئي آهي ۽ اُن جي خوشي اسان جي قيد ۽ پنهنجي آزاديءَ جي متعلق نہ آهي تہ پوءِ اسان کي قيد ۾ ڏسي ڪري ڇو ڪليو ۽ پنهنجي ڪاميابيءَ تي ڇو مغرور آهي. يقيناً ان جي خوشي ان ڪري آهي تہ اسان جهڙن شينهن تي هُن فتح حاصل ڪئي آهي. ان ڳالهہ مان آئون سمجهان ٿو تہ هو هستيءَ مان آزاد نہ آهي ۽ هڪ دنيادار آهي، الله وارا تہ سيني انسانن تي مهربان هوندا آهن چاهي ڀلا انسان هجن يا برا هجن. اهي ڳالهيون اهي قيدي پاڻ ۾ آهستي آهستي ڪري رهيا هئا تان تہ سپاهي نہ ٻڌي سگهن.

**خوشيءَ تي انهن جي طعنہ زنيءَ کان حضور ﷺ جن جو واقف ٿي وڃڻ**

حضور ﷺ جن انهن جون اهي خُفيہ ڳالهيون ٻڌي ورتيون ڇاڪاڻ تہ پاڻ سڳورن ﷺ جا ڪَنَ هن جهان جا ڪَنَ ڪونہ هئا پر اهي خدائي ڪَنَ هئا جن جي لاءِ آهستي توڙي وڏي آواز واري ڳالهہ هڪ جهڙي آهي.

گرچہ نشنيد آن موَکّل اين سُخن
رفت در گوشے کہ بُد آں من لَدُن

ترجمو: "جيتوڻيڪ اُن سپاهي اها ڳالهہ ڪونہ ٻڌي پر اُن ڪن ۾ پهچي ويئي جيڪو الله جي طرفان هو."

ماڻهن کي قربِ الاهي حاصل ٿي وڃي ٿو، اهي صفاتِ حق سان متّصف ٿي وڃن ٿا. حضرت يوسف عليه السلام جي قميص جي خوشبو اُن محافظ کي نہ پهتي جيکو قميص کڻي وڃي رهيو هو پر پري هجڻ جي باوجود حضرت يعقوب عليه السلام کي پهچي ويئي. لوح محفوظ جا اسرار شيطان آسمانن تي پهچڻ کانپوءِ نٿا ٻڌي سگهن. حضور ﷺ جن پنهنجي جڳهہ تي رهندي بہ ٻڌي وٺندا هئا. حلوو دست درازي سان ڪونہ ملندو پر محنت سان ملندو. اهو ئي حال اسرارِ خداوندي جو آهي. جڏهن شيطان آسماني راز معلوم ڪرڻ جي لاءِ آسمان تي چڙهن ٿا تہ ستارا انهن تي ڪِري ڪين ڀڄائي ڇڏين ٿا. اسرارِ خداوندي حضور ﷺ جن کان حاصل ڪريو، روزي ڏيڻ وارو الله تعاليٰ آهي، انهيءَ ڪري اُن کان روزي گهرو.

**حضور ﷺ جو اُنهن قيدين جي دل جي ڳالهه سمجهي وڃڻ**

پس رسولؐ آن گفت شان رافهم کرد

گفت آں خنده نبودم از نبرد

ترجمو: ”پوءِ رسول ﷺ انهن جي اها گفتگو سمجهي ويا، فرمايائون ته منهنجو اهو کلڻ جنگ جي معاملي ۾ کونه هو.“

حضور ﷺ کي وحيءَ جي ذريعي انهن جي گفتگوءَ جو علم ٿي ويو ۽ فرمايائون ته آئون جنگ جي معاملي ۾ کونه مسڪرائي رهيوهوس، اهي ڪافر حقيقت ۾ مرده آهن ۽ مردي کي مارڻ ڪهڙي بهادري آهي جو اُن تي خوشي ڪئي وڃي! جڏهن ته اهي جنگي قيدي ڪونه هئا ۽ پنهنجي همر وطنن ۾ مقيم هئا. خاندان ۽ سلطنت تي ناز ڪرڻ اهڙو ئي ناپائيدار آهي جهڙي طرح اُٺ جو چاڙهيءَ تي بيهڻ! جڏهن ڪان آئون جسم جي ماديت ڪان آزاد ٿي ويو آهيان هر اچڻ واري واقعي کي اهڙي طرح ڏسان ٿو جڻ اهو منهنجي اڳيان هجي. انگور مان نهڻ واري شراب کي اُن جي ڪچن چُگهن ۾ ڏسي وٺان ٿو. ڪنهن شيءِ جي معدوم هجڻ جي حالت ۾ اُن جي وجود کي ڏسي وٺان ٿو ۽ ازلي واقعن تي به منهنجو علم محيط آهي. ازل ۾ جڏهن حضرت آدم ؑ جي پُٺ مان اُن جي اولاد کي ماڪوڙين جي شڪل ۾ ڪڍي ڪري اُنهن ڪان عهدِ الست ورتو ويو هو، مون ان وقت توهان کي اونڌو ڏٺو هو. ڪائنات جي باري ۾ جيڪو علم مون کي ازل ۾ حاصل ٿيو هو ڪائنات جي وجود ڪانپوءِ ان ۾ ڪو اضافو ڪونه ٿيو. مون پنهنجي عالمِ ناسوت ۾ اچڻ ڪان اڳ ئي توهان کي اونڌو ڏٺو هو، توهان جي شڪست منهنجي لاءِ ڪا نئين ڳالهه نه آهي جنهن تي آئون کِلان. مون ازل ۾ ئي توهان کي قهرِ الاهي ۾ مبتلا ڏٺو هو ۽ قهر به اهڙو جنهن کي توهان مهر سمجهو ٿا. جيڪڏهن ڪنهن جو دشمن اهو حلوو کائي جنهن ۾ زهر هجي ته اُن تي حسد جو ڪو موقعو نه آهي. توهان جي روحاني موت ڪان توهان جا ڪن ٻوڙا آهن. منهنجو جهادِ ملڪ گيريءَ لاءِ نه آهي. هِن دنيا جو مثال سڙيل مردار وانگر آهي ۽ ڪتو مردار کائيندو آهي. منهنجو ڪم ته ماڻهن کي ابدي حياتي عطا ڪرڻ آهي. منهنجو جنگ ڪرڻ به جهان مان فساد کي ختم ڪرڻ لاءِ آهي. آئون پنهنجي شان ۽ شوڪت جي لاءِ جهاد نٿو ڪريان بلڪ چند فسادين کي ختم ڪرڻ جهان ۾ امن پيدا ڪرڻ چاهيان ٿو. حديث شريف ۾ آهي ته مَثَلِيْ كَمَثَلِ رَجُلٍ اِسْتَوْقَدَ نَارًا فَلَمَّا اَضَاءَتْ مَا حَوْلَهَا جَعَلَ الْفِرَاشُ وَهٰذِهِ الدَّوَابُّ الَّتِيْ تَقَعُ فِي النَّارِ يَقَعْنَ فِيْهَا وَجَعَلَ يَحْجُزُهُنَّ وَيَغْلِبْنَهُ، فَيَتَقَحَّمْنَ فِيْهَا فَاَنَا اٰخُذُكُمْ بِحُجَزِكُمْ عَنِ النَّارِ وَاَنْتُمْ تَقْحَمُوْنَ فِيْهَا ”منهنجو مثال اُن شخص وانگر آهي جنهن باهه ٻاري، پوءِ جڏهن باهه پنهنجو ماحول روشن ڪيو تڏهن پتنگن ۽ انهن جانورن جيڪي باهه ۾ ڪرندا آهن، منجهس ڪرڻ شروع ڪيو ۽ باهه روشن ڪرڻ واري انهن کي روڪڻ شروع ڪيو. پوءِ به اهي اُن تي غالب اچن ٿا ۽ باهه ۾ ڪِرن ٿا. پوءِ آئون توهان جي چيلهه پڪڙيان ٿو ته توهان کي باهه ڪان بچايان ۽ توهان اُن ۾ گهڙي پئو ٿا. توهان جو ظُلم خود توهان تي هو ۽ توهان خود اُن ڪان مغلوب آهيو.“

**هِن جو بيان ته سرڪش عين غلبي ۾ مغلوب آهي ۽ عين فتح مندي ۾ قيدي آهي**

هن مثال مان هي سمجهايو اٿس ته چور سردار کي مغلوب ڪري رهيو هو ۽ اُن ۾ خود اُن جي مغلوبيت هئي.

دُزد قہرِ خواجہ کرد وزر کشید

اُو دراں مشغول خود والی رسید

ترجمو: ”چور سردار کي مغلوب ڪيو ۽ سون گڏ ڪيو، هو ان ۾ مشغول هو ته خود حاڪم اچي ويو.“

حاڪم اُن سان ملڻ آيو هو. جيڪڏهن اهو چور سردار کي ڇڏي ڀڄي وڃي ها ته حاڪم جي سزا ڪان بچي وڃي ها ۽ مغلوب نه ٿئي ها. چور جو سردار تي غالب اچڻ ئي اُن جي مغلوبيت جو سبب بڻجي ويو. چور سردار کي قتل ڪيو هو اُن جي بدلي ۾ حاڪم اُن کي قتل ڪرائي ڇڏيو. الله تعاليٰ قصداً ڪافرن کي غلبو عطا فرمائيندو آهي تان ته

اهي غلبي جي غرور ۾ مبتلا ٿي ڪري چار ۾ ڦاسن، جڏهن غلبي جو غرور تباهي جو سبب بڻبو آهي ته ان غرور ۾ مبتلا ٿي ڪري پستائي جو پيڇو نه ڪرڻ گهرجي. جڏهن غلبي جو ڏوڪو ڏيئي تو ڪي ميدان وٺي ايندا پوءِ توتي سخت حملو ٿيندو، اهڙو غلبو خوشيءَ جو سبب نه آهي. حديث شريف ۾ آهي اَلَا اُخْبِرُ كُمْ بِاَمْرِ الْجَنَّةِ كُلُّ ضَعِيْفٍ مُتَضَعِّفٍ لَوْ اَقْسَمَ عَلَى اللّٰهِ لَاَبَرَّهٗ "ڇا توهان کي جنتين جي خبر نه ٻڌايان. هر اهو ڪمزور جنهن ڪمزوري اختيار ڪئي هُجي، اهو الله جي ڀروسي سان قسم کڻي ته الله ان جو قسم ضرور پورو ڪندو." اهلِ جنت جي ڪمزوري ڪمال هوشياري ۽ پنهنجي افعالن کان بدظنيءَ جي ڪري هوندي آهي. ڪمزوري ڪڏهن عقل جي ڪمي سبب ايندي آهي، ڪڏهن بُزدليءَ جي ڪري، ڪڏهن مذهب تي يقين نه هُجڻ ڪري هوندي آهي. اهلِ جنت جي ڪمزوري انهن سببن ڪري نه آهي. حُديبيه جي موقعي تي مومنن جي ظاهري مغلوبيت ۽ مڪي جي ڪافرن جي غلبي جي حڪمت قرآن پاڪ ۾ بيان فرمائي وئي آهي: وَلَوْلَا رِجَالٌ مُّؤْمِنُوْنَ وَنِسَآءٌ مُّؤْمِنٰتٌ لَّمْ تَعْلَمُوْهُمْ اَنْ تَطَــُٔوْهُمْ فَتُصِيْبَكُمْ مِّنْهُمْ مَّعَرَّةٌۢ بِغَيْرِ عِلْمٍ ۚ لِيُدْخِلَ اللّٰهُ فِيْ رَحْمَتِهٖ مَنْ يَّشَآءُ ۚ لَوْ تَزَيَّلُوْا لَعَذَّبْنَا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا (الفتح-٢٥) ۽ جيڪڏهن (اهڙا ڪي) مڙس مومن ۽ (ڪي) زالون مومنياڻيون (مڪي ۾) نه هجن ها جن کي اوهان نه ڄاڻندا آهيو ته (متان) ڪين لتاڙي ڇڏيو، پوءِ بي خبريءَ ۾ انهن جو اوهان کي گناهه پهچي (ته هاڻي ئي فتح ٿئي ها) ته جنهن کي الله گهري پاڄه ۾ داخل ڪري. جيڪڏهن ( ٻئي ٽوليون) ڌار هجن ها ته ضرور مڪي وارن مان ڪافرن کي ڏکوئيندڙ عذاب ڪريون ها." حديبيه جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ آهي ته وَهُوَ الَّذِيْ كَفَّ اَيْدِيَهُمْ عَنْكُمْ وَاَيْدِيَكُمْ عَنْهُمْ بِبَطْنِ مَكَّةَ مِنْۢ بَعْدِ اَنْ اَظْفَرَكُمْ عَلَيْهِمْ ۭ وَكَانَ اللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرًا (الفتح-٢٤)" ۽ (الله) اهو آهي جنهن ڪافرن جا هٿ اوهان کان ۽ اوهان جا هٿ انهن کان جهليا، مڪي جي وچ ۾، اوهان کي مٿن سوڀارو ڪرڻ کانپوءِ، ۽ جيڪي ڪندا آهيو تنهن کي الله ڏسندڙ آهي."

غلبي جي وقت به حضور ﷺ پنهنجو پاڻ کي عاجز سمجهندا هئا ۽ غلبو محض تائيدِ خداوندي سان ڄاڻندا هئا. جنگ بدر ۾ جڏهن حضور ﷺ جن هڪ مُٺ مٽيءَ جي اُڇلائي ۽ ان سان ڪافر مغلوب ٿي ويا ته ان جي باري ۾ قرآن ڪريم ۾ فرمايو ويو: وَمَا رَمَيْتَ اِذْ رَمَيْتَ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ رَمٰى (الانفال-١٧)"جڏهن توهان مٽي اُڇلائي ته توهان ڪونه اُڇلائي الله تعاليٰ اُڇلائي." منهنجي ڪِل ان جي ڪري ڪونه هُئي ته توهان جي پيرن ۾ زنجيرون آهن، آئون ته هن لاءِ کليو هئس ته آئون توهان کي قيد ڪري جنت ڏانهن وٺي وڃي رهيو هئس. ان تي عجب ڪري رهيو هئس ته دشمني جي باوجود توهان کي باهه کان بچائي جنت ۾ وٺي وڃي رهيو آهيان. جڏهن توفيق شامل حال هوندي آهي تڏهن انسان کي جبراً يا خوشيءَ سان راهِ راست تي وٺي ايندي آهي. عام انسان خوف ۽ ڊپ کان هدايت جي واٽ تي هلن ٿا. پر الله وارا پنهنجي خوشيءَ ۽ بصيرت سان راهِ راست تي هلن ٿا جن کي بصيرت قلبي ۽ باطن جو نور حاصل ٿي ويو آهي. انسان مجاهدو ڪري ته اُن کي باطني نور حاصل ٿي ويندو آهي جنهن سان سڌي راهه اُن جي لاءِ آسان ٿي ويندي آهي. مقلّد ٻارن وانگر آهن جن کي پنهنجي عملَ جي مزدوري نظر نٿي اچي. ٻار کي جڏهن مڪتب وڃڻ تي انعامَ ملي ته مڪتب وڃڻ جي خوشيءَ ۾ سندس رات جي ننڊ اڏامي ويندي آهي. جيڪڏهن عمل جو ثواب اکين سان ڏسڻ ۾ اچي ته پوءِ عبادت گذارن کي ڏسي رشڪ ۽ سڌ ٿيڻ لڳي. مقلّد جي اطاعت جبري آهي، اهلِ صفا جي اطاعت دل ۽ جان سان آهي. مقلّد جي عبادت پنهنجي غرض تي مبني هوندي آهي. اهل الله جي عبادت محض عشق جي بنياد تي هوندي آهي. عام انسانن جو مثال اُن ٻار جهڙو آهي جيڪو دائيءَ سان کير جي لالچ ۾ محبت ڪندو آهي. بالغ مرد عورت جي عشق جي بنياد تي گرويده هوندو آهي، اهو اهل الله جو مثال آهي. جيڪي ماڻهو جنت جي لالچ يا دوزخ جي ڊپ کان الله جا عاشق آهن اهي تقليدي سبق پڙهي رهيا آهن. اهڙا عاشق جيڪي محض ذات جي ڪري الله جا عاشق هُجن ۽ سندن عشق ۾ ڪو غرض نه هجي، تمام گهٽ آهن. عاشق چاهي مُقلّد هجي يا مُنّور دل وارو، الله جي ئي ڪشش اُن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي رهي آهي. چاهي عشق ۾ مقلّد آهي ۽ اُن جي جنت جو اميدوار بنجي اُن جو عاشق بڻيو آهي. چاهي ان جي ذات جو عاشق آهي ۽ اهو فقط هجر کان ڊڄي ٿو ۽ فقط وصال جو طالب آهي. ٻنهين جي طلب من جانب الله آهي ۽ ٻنهين جو عشق خدا جو پيدا ڪيل آهي.

**معشوق جو عاشق کي ڳجهي نموني جذب ڪرڻ ۽ عاشق جو خوف ۽ مايوسي ۾ رهڻ**

معشوق جي ڪشش اهڙي هوندي آهي جو عاشق کي اها محسوس ڪانہ ٿيندي آهي ۽ نہ منجهس ان جو ڪو نشان هوندو آهي.

آمدیم اینجا کہ دَر صدرِ جہاں
گر نبودے جذب آں عاشق نہاں

ترجمو: ”اسين هتي اچي وياسون تہ صدرِ جهان ۾ جيڪڏهن اُن عاشق جي لڪل ڪشش هجي۔“

جڏهن تہ معشوق عاشق جي ڪشش ڪري ٿو تہ هاڻي ٻڌو اُن بخاريءَ جي لاءِ جيڪڏهن صدرِ جهان معشوق جي طرفان ڪشش نہ هجي ها تہ اهو بخاري عاشق ڪيئن سزا ڏانهن ڇڪجي ها. لاڙو ٻنهين پاسي ٿيندو آهي پر معشوق جو لاڙو لڪل هوندو آهي ۽ عاشق جو کُلم کلا هوندو آهي. هن موقعي تي آئون هڪ ٻيو قصو ٻڌائڻ چاهيان ٿو پر بُخاري عاشق کي ڪيستائين انتظار ۾ رکان! اُن جي خواهش آهي تہ موت کان پهريان معشوق جو چهرو ڏسي وٺي. معشوق جو ديدار آبِ حيات آهي، ان ڪانپوءِ موت نٿو اچي سگهي. جنهن معشوق جو ديدار موت دفع ڪندڙ نہ هجي اهو حقيقت ۾ معشوق ٿي نہ آهي. معشوق جو صحيح ڪارنامو تہ اهو ئي آهي تہ اُن ۾ موت اچي وڃي. صحيح ايمان جي نشاني اها آهي تہ اُن تي جان قربان ڪرڻ سُٺي معلوم ٿئي. جيڪڏهن ايمان ۾ اها ڪيفيت نہ آهي تہ اهو ناقص ايمان آهي، اُن جي تڪميل ڪرڻ گهرجي. توهان پنهنجو صحيح دوست اُن کي سمجهندا جيڪو توهان جي لاءِ جان ڏيئي ڇڏي. جڏهن وصال جي شوق ۾ مرڻ آسان ٿي وڃي تہ پوءِ اهو موت، موت نہ آهي محض هڪ نقل مڪاني آهي. موت تہ هڪ ناگوار شيءِ آهي، جڏهن ناگواري ختم ٿي ويئي تہ موت، موت نہ رهندو. صحيح معنىٰ ۾ دوست تہ الله تعالىٰ آهي ۽ دنيا ۾ اهو دوست ٿي دوست آهي جيڪو الله وارو هجي.

**عاشق بُخاري جو صدرِ جهان جي خدمت ۾ پهچڻ**

چون بدید اوچہرۂ صدرِ جہاں
گوئیا پرّیدش از تن مرغِ جاں

ترجمو: ”جڏهن هُن صدرِ جهان جو چهرو ڏٺو ڄڻ اُن جي جسم مان ساهہ جو پکي پرواز ڪري ويو.“

جڏهن اُن بُخاري عاشق صدرِ جهان کي ڏٺو تڏهن بي حس و حرڪت ٿي ويو ۽ سُڪل ڪاٺيءَ وانگر زمين تي ڪري پيو ۽ مٿي کان پيرن تائين ٿڌو ٿي ويو. هوش ۾ آڻڻ جون سڀ تدبيرون بيڪار ٿيون. عاشق تہ معشوق جي سنگهڻ سان هوش ۾ ايندو آهي. صدرِ جهان جڏهن اُن جي اها حالت ۽ هيڊو چهرو ڏٺو تہ سواريءَ تان لهي وٽس آيو. صدرِ جهان چيو تہ عشق جو معاملو بہ عجيب آهي، عاشق معشوق کي ڳوليندو آهي ۽ اُن جي اڳيان اچڻ تي فنا ٿي ويندو آهي. خدا جي عاشق جو بہ اهو ئي حال هُجڻ گهرجي جو عاشق کي فنا جو درجو حاصل هجي. پنهنجي ان فنا کي بہ ڪجهہ نہ سمجهہ، اُتي هزارين فاني آهن. وصال جي وقت فنا لازمي آهي. پاڇو هجي ۽ اهو سج تي عاشق هجي تہ سج جي ظاهر ٿيندي ئي پاڇو غائب ٿي ويندو. محبوب سِج آهي ۽ عاشق ستارو ۽ رات آهي. سج جي نڪرڻ سان رات ۽ ستارا غائب ٿي ويندا آهن. عشق جي تقاضا آهي جُنون ۽ چريائي. چريائي ۽ عقل ۾ وير آهي. عشق شينهن آهي ۽ عقل هرڻ آهي، عشق تيز طوفان آهي ۽ عقل مڇر آهي.

**مڇر جو حضرت سليمان عليه السلام جي دربار ۾ هوا تي فرياد ڪرڻ**

**هن قصي جو مقصد هوا جي مقابلي ۾ مڇر جي بي وسيءَ کي ظاهر ڪرڻ آهي.**

پشه آمد از حديقه وَ ز گياه
وز سليمانؑ گشت پشه داد خواه

ترجمو: "باغ ۽ گاهه مان مڇر آيو ۽ مڇر (حضرت) سليمان عليه السلام کان انصاف گهريو."

حضرت سليمان عليه السلام جي جنن ۽ انسانن تي حڪومت هئي ۽ هوا بہ سندس حڪم جي تابع هئي، ان جو تفصيل مُشڪل آهي. مختصر هي تہ هر شيءِ سندن حڪم جي ٻانهي هئي. مڇر هوا جي ظُلم جو هي تفصيل بيان ڪيو تہ هوا اسان کي باغ ۽ گُلن ۾ ويهڻ نٿي ڏي، توهان کي هر شيءِ تي اعليٰ کان اعليٰ اقتدار حاصل آهي ۽ اسان جي ڪمزوري ۽ حقارت ضرب المثل آهي، نبيءَ جو هٿ خدا جو هٿ هوندو آهي، حضرت سليمان عليه السلام تہ سرڪش شيطانن کي بہ قيد ڪري ڇڏيو هو، عدل نور آهي ۽ ظُلم تاريڪي ۽ اونده آهي. شيطان ۽ جن حضرت سليمان عليه السلام جي خدمت گذاري ڪندا هئا ۽ سرڪش جن قيد هئا. حضرت سليمان عليه السلام مڇر کي فرمايو تون ٻڌاءِ تہ ڪنهن کان انصاف چاهين ٿو؟ ظلم جو سرچشمو شيطان آهن ۽ اهي تہ قيد آهن. الله تعاليٰ مُلڪ اسان کي هن لاءِ ڏنو آهي تہ مخلوق آسمان ڏانهن فرياد نہ ڪري. مظلومن جي آهہ سان ملاءِ اعليٰ مُضطرب ٿي ويندو آهي ۽ مظلوم جي آهہ عرش کي ڏڪائي ڇڏيندي آهي. اي مظلوم! تون آسمان ڏانهن نہ ڏس! ڇاڪاڻ تہ تون دنيا ۾ آسماني بادشاهي رکين ٿو. مظلوم جو فرياد ۾ "يارب" چوڻ انصاف جي لاءِ آهي، برحق بادشاهہ الله جو خليفو هوندو آهي. حضرت سليمان عليه السلام کي مڇر چيو تہ هوا اسان تي ظُلم ڪيو آهي، ان جي ڪري اسين پنهنجي جِگر جو رت پِي رهيا آهيون. ان ظُلم جي ثبوت لاءِ ڪنهن شاهديءَ جي بہ ضرورت نہ آهي. اسان جو عدل ۽ انصاف ڪر.

**مظلوم مڇر کي حضرت سليمان عليه السلام جو حُڪم ڏيڻ تہ مُدّعا عليہ کي ڪچهريءَ ۾ حاضر ڪر!**

پس سليمانؑ گفت اے زيبا دوی
امر حق بايد کہ ازجان بشنوی

ترجمو: "پوءِ حضرت سليمان عليه السلام فرمايو تہ اي سُٺي پُڻ پٽاڻ وارا! تو کي الله جو حڪم دل ۽ جان سان ٻُڌڻ گهرجي."

الله جو حڪم آهي تہ مُدّعي جو بيان مُدّعا عليہ جي موجودگيءَ ۾ ٿيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ مُدّعي ۽ مُدّعا عليہ ٻنهين جي ڳالهہ ٻُڌڻ سان حق واضح ٿئي ٿو. مدعا عليہ جي غيرحاضريءَ ۾ مُدّعي جي قول تي فيصلو نٿو ڪري سگهجي. ڏرين جي موجودگي ضروري آهي. تون مُدّعا عليہ کي حاضر ڪر! مڇر حضرت سليمان عليه السلام جي ڳالهہ تسليم ڪندي عرض ڪيو تہ مُدّعا عليہ توهان جي فرمان هيٺ آهي، اُن کي حاضريءَ جو حڪم ڏيو. حضرت سليمان عليه السلام هوا کي طلب ڪيو. جڏهن هوا تيزيءَ سان هلي تڏهن مڇر ڀڄي ويو. حضرت سليمان عليه السلام مڇر کي چيو تون هتي ويهہ، تان تہ ٻنهين جي موجودگيءَ ۾ فيصلو ڪري سگهجي. جهڙي طرح هوا جو وجود مڇر جي فنا آهي، اهڙي طرح وصلِ حق واصل جي فنا آهي. وصل سان جيتوڻيڪ بقا بالله حاصل ٿئي ٿي پر اُن کان اڳ ۾ مقامِ فنا طئي ڪرڻو پوي ٿو. مُمڪن جو وجود سايو ۽ پاڇو آهي، ذاتِ باري نور آهي، نور جي ظهور وقت پاڇو معدوم ٿي ويندو آهي. ذاتِ باري کان سواءِ هر شيءِ فنا ٿيڻ واري آهي. فاني في الله موجود بہ آهي معدوم بہ آهي. اهو پنهنجي ذات جي اعتبار سان معدوم آهي ۽ جيئن تہ اُن کي بقا بالله حاصل آهي انهيءَ ڪري موجود آهي. ان مالڪ ۾ هستي ۽ نيستي جو اجتماع حيران ڪندڙ آهي. مطلب تہ وجود ۽ عدمِ وجود جي اجتماع ۾ عقل حيران آهي ۽ قلم جڏهن ان جاءِ تي پُهتو تہ ٽُٽي ويو، عظمت باري جو بيان ڪٿو نہ آهي.

**معشوق کي بيهوش عاشق کي هوش ۾ آڻڻ لاءِ تدبير ڪرڻ**

باز گردم جانبِ صدرِ جهاں
در نوازش عاشقِ خودرا نهاں

ترجمو: ”آئون وري صدرِ جهان ڏانهن موٽان ٿو جيڪو درِ پرده عاشق کي نوازي رهيو آهي.“

صدرِ جهان درپرده اُن تي عنايت ڪري رهيو هو، اُن جو سِرڙو سوري پنهنجي هنج ۾ رکيائين. اُن بيهوش جي ڳلن تي صدر جهان جا لُڙڪ ڪِري رهيا هئا. هو، بيهوش کي هوش ۾ آڻي رهيو هو تان ته اهو ڳالهائڻ لڳي. صدرِ جهان اُن جي ڪَنَ ۾ چيو ته آئون تنهنجو مطلوب زر ڪٺي آيو آهيان، پنهنجو دامن پڪيڙ، فِراق ۾ تنهنجي جان بي چين هئي، هاڻي جڏهن آئون مدد جي لاءِ آيو آهيان ته تنهنجي جان ڪيڏانهن ڀڄي ويئي. بزرگ روميؒ ان قِصي مان نتيجو ڪڍي ٿو ۽ ان ڪان اڳ ۾ سمجهائي ٿو ته انسانِ جو عشق خداوندي ۾ مبتلا هئڻ جو هيءُ مثال آهي ته هڪ ڪُڪڙ اُٺ کي پنهنجو مهمان بنائي وٺي آيو. جڏهن اُٺ ان جي گهر ۾ قدم رکيو ته ڪڪڙ جو گهر برباد ٿي ويو. اهوئي حال انسان ۽ عشق الاهي جو آهي جو جڏهن اهو مهمان بنجي ڪري ايندو آهي ته ڪُڪڙ جو گهر جيڪو عقل ۽ هوش آهي، اهو ختم ۽ فنا ٿي ويندو آهي. هوش جو مثال حضرت صالح عليه السلام جهڙو آهي جنهن الله جي ڏاچي طلب ڪئي ۽ عشق جو مثال ڏاچيءَ جو آهي جنهن قوم جو گاهه پاڻي سڀ ختم ڪري ڇڏيو هو. قرآن پاڪ ۾ آهي ته اِنَّا عَرَضْنَا الْاَمَانَةَ عَلَى السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ وَ الْجِبَالِ فَاَبَيْنَ اَنْ يَّحْمِلْنَهَا وَ اَشْفَقْنَ مِنْهَا وَ حَمَلَهَا الْاِنْسَانُ ؕ اِنَّهٗ كَانَ ظَلُوْمًا جَهُوْلًا (الاحزاب-٧٢)”بيشڪ، اسان آسمان ۽ زمين ۽ جبلن کي امانت آڇي ته اُن جي کڻڻ کان انڪار ڪيائون ۽ ان کان ڊنا ۽ اُن کي انسان کنيو. بيشڪ اهو تمام ظالم جاهل آهي.“ بزرگ روميؒ امانت مان مراد عشق ورتي آهي. انسان جي ناداني ته هي آهي جو اهو ان مشڪل ڪم ۾ ڦاسي ويو ۽ انسان ۽ عشق الاهي ۾ مبتلا هئڻ جو مثال هي آهي جڻ ڪو سَهو شينهن کي بغل ۾ جهلڻ جي ڪوشش ڪري. انسان ظالم آهي ۽ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري ٿو پر اهو اهڙو ظُلم آهي جيڪو انصاف کان وڌيل آهي. صدرِ جهان ان بيهوش جو هٿ جهلي ڪري چيو ته هن جو ساهه تڏهن واپس ايندو جڏهن آئون ان کي ساهه عطا ڪندس. جڏهن اهو منهنجي ساهه سان زنده ٿيندو تڏهن ان جو روح مون ڏانهن متوجه ٿيندو. منهنجي عطا ڪيل جان ۾ منهنجون اعليٰ بخششون قبول ڪرڻ جون صلاحيتون هونديون. اُن جي پهرين جان نامحرم هئي. منهنجو چهرو نٿي ڏسي سگهيو. ڪاسائي ذبح ٿيل جانور ۾ ڦوڪ ڏيندو آهي تان ته گوشت کَلَ کان جُدا ٿي وڃي. صدرِ جهان چيو ته آئون به هن ۾ ڦوڪ ڀريندس تان ته اهو بشري گندگين کان پاڪ ٿي وڃي. صدرِ جهان پنهنجي وصل جو اعلان ڪري ڇڏيو. تنهنجي مستي ۽ بيهوشي اسان جي سبب کان هئي ۽ تنهنجي مستي اسان جي هستيءَ سان قائم آهي، هاڻي آئون توکي اسرارن جي تعليم ڏيان ٿو پر اهي اسرار مادي چپن سان ٻُڌايا ڪونه ويندا آهن، اهي باطني اسرار آهن. هاڻي تون اهي ڪن ڪول جيڪي انهن ڪنن کان علاوه آهن. اها خوشخبري ٻڌي ڪري مُردي ۾جان پوڻ لڳي. بهرحال اهو مدهوش عاشق مِٽيءَ کان ته ڪونه ويو هو جڏهن بادِ صبا جي ڪرشمن سان اُن ۾ جان پئجي وڃي ٿي ته ان ۾ معشوق جي غمزن ۽ اشارن سان جان ڇونه پوندي. نُطفو حڪمِ خداوندي سان حسين ترين يار جي صورت وٺي ٿو. مشهور آهي ته پکين ۾ مذڪر جي هوا مونث جي رحم ۾ پهچندي آهي، جنهن سان آنو نهندو آهي. باهه غيبي آواز سان حضرت ابراهيم عليه السلام تي گلزار بڻي. هڪ ڪرشمي سان حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺِ اَرڙ نانگ بڻي. ڪرشمه خداوندي سان پٿر مان حضرت صالح عليه السلام جي ڏاچي پيدا ٿي. انهن جزئيات کي ڇڏ سڄي جهان کي ڏس، هڪ ڪرشمي سان عدم کان وجود ۾ آيو. مطلب ته صدرِ جهان جي ڪرشمي سان اهو مدهوش، هوش ۾ اچي ويو، رقص ڪرڻ لڳو ۽ سجدي ۾ ڪري پيو.

### بيهوش عاشق جو هوش ۾ اچڻ ۽ معشوق جي تعريف ۽ شُڪر ڏانهن متوجه ٿيڻ

گفت اے عنقائے حق جان را مطاف

شُکر کہ باز آمدی زان کوہِ قاف

ترجمو: ”چيائين ته اي عنقا جا خدا!، جيڪو جان جي طواف گاهه آهي، شڪر آهي جو تون ڪوه قاف کان واپس اچي وئين.“

هو مدهوش هوش ۾ اچي صدرِ جهان سان مخاطب ٿيو ۽ چيائين ته توهان جي ذات منهنجي لاءِ عنقاء ٿي وئي هئي، خدا جو شُڪر آهي جو اها ڪوه قاف ڪان واپس اچي وئي، توهان تي عشق عاشق آهي ۽ توهان عشق جا محبوب آهيو، ان آرزو ۾ بيهوش ٿيو آهيان ته توهان جي ڪَنَ ڪي پنهنجو درد ۽ غم ٻُڌائي سگهان. ڪَنَ جي شوق ۾ مدهوشي هن لاءِ طاري ٿي هئي ته توهان جي ڪَنَ جون مهربانيون ياد آيون هيون. منهنجي ناقص جان جيڪو مڪر ڪندي هئي اهو آئون توهان کي چوندو هُوس ۽ توهان اُن کي ٻُڌي وٺندا هئا. مصنوعي احوال توهان کي ٻڌائيندو هوس، توهان اُن کي صحيح احوالن وانگر قبول ڪندا هئا. منهنجي بناوٽي حالت تي توهان اهڙي بردباري ڪندا هئا جو اُن تي سوين بُردباريون قربان ڪجن. بُخاري صدرِجهان سان پنهنجا احوال بيان ڪري ٿو ته (1) آئون پنهنجي آغاز ۽ انجام کان بي خبر هئس (2) توهان جو ثاني نه ڏٺم (3) آئون عيسائين جي شرڪ ۾ مبتلا ٿي ويس (4) عملن جي پوک ساڙي ڇڏيم (5) پنهنجا حواس وڃائي ڇڏيم (6) تنهنجي چهري کان سواءِ ڇهن ئي طرفن کان مون تي غم وسي رهيو هو (7)(8) ستن ۽ اٺن ۾ فرق نه پئي ڪري سگهيس. منهنجي ڳالهه آهه و بڪاء (روئڻ) بمنزله بجليءَ جي آهي. جيڪا منهنجي اکين جي ڪڪر ذريعي ڳوڙها وهائڻ چاهي ٿي. آئون روئان ٿو ته زباني شڪايت کان محروم ٿي وڃان ٿو، شڪايت ڪريان ٿو ته روئي نٿو سگهان. ڏس هاڻي منهنجي اکين مان رت جا لُڙڪ شروع ٿي ويا آهن. ائين چئي هو روئڻ لڳو هاڻي ان جي هيءَ حالت هئي جو ڪڏهن شڪايت ڪري، ڪڏهن روئي ۽ ڪڏهن کِلي. انهن چرين وارين حرڪتن تي سڀ حيران هئا. سندس اها حالت زار ڏسي ڪري پورو شهر روئڻ لڳو. قيامت جي ميدان ۾ مرد ۽ عورتون سڀ پاڻ ۾ گڏجي ويندا. آسمان زمين کي چيو ٿي ته جيڪڏهن قيامت نه ڏٺي هجئي ته هي اُن جو نمونو آهي ڏسي وٺ. سمجهه ۾ نٿو اچي ته هن عاشق جو هِجر زياده دردناڪ آهي يا وصال زياده دردناڪ آهي. آسمان قيامت جو بيان پڙهي ڪري ان حادثي تي اُن کي مُنطبق ڪري رهيو هو.

بزرگ روميءَؒ عشق جا احوال ۽ صفتون بيان ڪري ٿو ته عشق جا احوال ٻنهين جهانن جي احوالن کان جُدا آهن. دنيا جي هر پاڳل ۽ چريي ۾ هڪ قسم جي ديوانگي هوندي آهي پر عاشق ۾ هاهتر چريائيون هونديون آهن. عشق خود هڪ لِڪل شيءِ آهي پر اُن جا آثار گهڻا کُليل آهن. انبياءَ پنهنجي بُلندين جي باوجود ان جي تمّنا ڪندا رهيا. عشق جو مسلڪ ۽ مذهب دنيا جي سيني مسلڪن ۽ مذهبن کان جدا آهي. اهو شاهي تخت کي پيرن جي هيڙي سمجهندو آهي. اڳوڻي زماني ۾ قيديءَ جي پير ۾ ڪاٺ ڦاسايو ويندو هو. عشق جي هيءَ صدا آهي ته غُلامي ان جي لاءِ قيد آهي ۽ آقائي اُن جي لاءِ مٽي جو سور آهي. اسان جيڪو حال بيان ڪيو، هي ته مجازي عشق جون ڪيفيتون آهن. هاڻي جيڪڏهن خداوندي عشق هجي ته اُن جي صفتن کي ان تي قياس ڪريو پر ان جي معاملي ۾ عقل ڪم نٿو ڪري انهيءَ ڪري. قياس به نه ڪري سگهندوءُ. ڪو انسان بندگي اختيار ڪندو آهي، ڪو تخت سلطنت پسند ڪندو آهي پر اهي ٻئي ڳالهيون عشق جي لاءِ پردو ۽ حجاب آهن. عشق انهن سان گڏ نٿو ٿي سگهي، ڪو به عشق جي حقيقت نٿو بيان ڪري سگهي. جيڪڏهن عشق جي خود زبان هجي ته اهو پنهنجو ۽ عاشقن جو حال بيان ڪري سگهي ها. انسان عشق جون جيڪي وصفون بيان ڪري ٿو اُن سان عشق جي معرفت بدران تهائين وڌيڪ جهالت پيدا ٿئي ٿي. انسان جو قول ۽ فعل ته ان جي حقيقت سمجهڻ ۾ مانع ۽ رڪاوٽ آهي، انهيءَ ڪري اُن جي ذريعي اُن جي حقيقت کي واضح ڪرڻ ائين آهي جيئن ڪو رت کي رت سان ڌوئي. بزرگ روميؒ فرمائي ٿو جيئن ته آئون عاشقن جو محرم راز آهيان انهيءَ ڪري عشق جي حقيقت سمجهائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو پر اها ڪوشش ائين رائيگان ۽ بيڪار آهي جيئن پچري ۾ ڦوڪ ڏيڻ بيڪار آهي. پاڻ کي خطاب ڪندي بزرگ چوي ٿو ته پنهنجي عشق جي حقيقت کي بيان ڪرڻ جي دعويٰ تنهنجا پراگنده خيال آهن جيڪي رات جي بي چينيءَ جا اثرات آهن. عشق جي حقيقت جي بيان کي ڇڏ! پهريان ڪو محرم راز تلاش ڪر، پوءِ اُن سان ڳالهه ڪر. پاڻ کي روميؒ چوي ٿو ته تون

عاشق ۾ مست آهين ۾ پوءِ زبان هلائين ٿو. اها تہ ايتري قدر حيرت انگيز ڳالهہ آهي جيئن ڪو اُٺ چاڙهيءَ تي چڙهي. جڏهن منهنجي زبان عشق جي ناز ۾ انداز جو بيان شروع ڪري ٿي تہ آسمان خدا کي پُڪاري انهن رازن جي مخفي رهڻ جي دعا ڪري ٿو. عشق جي راز کي لِڪائڻ ائين آهي جيئن ڪو چٽنگ يا اُلي کي ڪڇ ۾ لِڪائي. جڏهن آئون عشق کي لِڪائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو تہ اهو مٿو ڪڍي ٿو ۽ مونکي ذليل ڪرڻ جي لاءِ منهنجا ٻئي ڪَنَ پڪڙي چوي ٿو تہ مون کي لِڪائي ڏس، تون ڪيئن لِڪائي سگهندين!؟ آئون اُن عشق کي چوان ٿو تہ توکي جوش اچي ويو آهي، توهان هن وقت هليا وڃو ۽ خود پنهنجو پاڻ کي لِڪايو. توهين تہ جان وانگر پوشيده آهيو ۽ ظاهر بہ آهيو. اهو عشق چوي ٿو تہ منهنجو پنهنجو پاڻ کي پوشيده رکڻ مُمڪن نہ آهي. منهنجو مثال اُن شراب جهڙو آهي جيڪو مٽ ۾ قيد هجي ۽ اُن جا آثار سَرِ محفل آهن. آئون بہ روح ۾ قيد آهيان پر آثار کُليل آهن. آئون اُن عشق کي چوان ٿو تہ مصيبت ۾ ڦاسڻ کان پهريان لِڪي وڃ، ورنہ منهنجي مستي ڪو ظُلم ڪندي ۽ مون تي مصيبت اچي ويندي ۽ اها منهنجي مصيبت تنهنجي مصيبت آهي. اُن جي جواب ۾ عشق چوندو آهي: تون تہ منهنجي لطيف جام سان سيراب آهين، آئون تنهنجو ساٿ ڪونہ ڇڏيندس، تنهنجي ذريعي منهنجي رسوائي ڪونہ ٿيندي. تون ڪم ظرف نہ آهين جو پيڻ کان پوءِ وڦلين. عشق شام تائين ساٿ نہ ڇڏڻ جي ڳالهہ ڪئي هئي تہ جڻ اهو شام ڪانپوءِ جُدا ٿي ويندو. شام جو وقت جڏهن جام عشق کي مون کان جدا ڪرڻ لڳندو تہ آئون اُن کي چوندس تہ اجا شام ڪونہ ٿي آهي، مون کان جام نہ ڇوراءِ. شراب کي عربي زبان ۾ مدام چيو ويندو آهي. ان جو سبب هي آهي تہ شرابي ان مان ڍاپندو نہ آهي ۽ اُن جي هميشگيءَ جو خواهشمند رهندو آهي. پوءِ جڏهن ظاهري شراب جي اها صورت آهي تہ حقيقي شراب مان آئون ڪيئن ڍاپي سگهان ٿو. عشق ئي حقيقت تائين پهچائي ٿو ۽ اهو عشق عاشق جي لاءِ ساقي بنجي ٿو. جيڪڏهن تون الله جي توفيق سان عشق جي جستجو ڪندين تہ اهو تنهنجي روح جي لاءِ آب حيات جو ڪم ڪندو ۽ تنهنجو بدن اُن جي لاءِ جام بنجي ويندو. جڏهن عشق توفيق جي شراب کي جوش ڏيندو آهي تڏهن بدن جي صُراحي ٽُڪرا ٽُڪرا ٿي ويندي آهي ۽ اها جسماني واسطن کان آزاد ٿي ويندي آهي. پوءِ اها ڪيفيت ٿيندي جو عشق ۽ عاشق معشوق ۾ اتحاد ٿي ويندو. پاڻي ۽ ساقي ۽ مست هڪ ٿي ويندا. جيڪڏهن تنهنجي سمجهہ ۾ اهو اتحاد نہ اچي تہ ترديد نہ ڪر ۽ معاملو الله جي سُپرد ڪر. انگور جي شيري جا سڀ خواص ساقيءَ جو پرتوو آهن. جيڪڏهن ڪو انڪار ڪري تہ اُن کان دريافت ڪر تہ انگور جي شيري ۾ اهي خواص ڪٿان آيا آهن. هر انسان کُليل طور تي ڄاڻي ٿو تہ ڪو ڪم، ڪرڻ واري کان سواءِ وجود ۾ نٿو اچي، ضرور هڪ ذات آهي جيڪا انهن سيني شين ۾ متصرف آهي، اها الله تعاليٰ جي ذات آهي.

### ڏکهي هجر واري امتحان ۾ مبتلا عاشق جو قصو

هن قصي ۾ بہ اهو ٻڌايو اٿس تہ اسباب ۾ سببيت بہ الله تعاليٰ جي تصّرف سان آهي ورنہ اسباب خود ڪا شيءَ نہ آهن.

*يک جوانے برزنے مجنوں بدست*

*روز و شب بے خواب و بیخور آمدست*

ترجمو: ”هڪ جوان هڪ عورت تي عاشق ٿيو هو، رات ڏينهن ننڊ ۽ کاڌي کان سواءِ رهندو هو.“

هڪ شخص هڪ عورت تي عاشق ٿي پيو پر اُن کي ڪنهن بہ طرح وصل مُيسر نہ ٿي آيو. اُن شخص کي عشق طرح طرح جون سزائون ڏنيون. عشق عاشق کي هن لاءِ ستائيندو آهي تان تہ هر بوالهوس حسن پرستي جو شعار نہ ٺاهي ۽ نااهل اهو ميدان ڇڏي ڀڄي وڃي. اهو عاشق ڪنهن کي قاصد بنائيندو هو تہ اهو قاصد اُن جو رقيب بنجي ويندو هو. جيڪڏهن اهو محبت جو پيغام لِکائي موڪليندو هو تہ اُن معشوقہ جو منشي ڪيس غلط پڙهي ڪري ٻڌائيندو هو. جيڪڏهن اهو صبا (هوا) جي ذريعي پيغام موڪليندو هو تہ اها هوا مٽيءَ واري ۽ گردِ آلود ٿي ويندي

هئي ۽ صحيح پيغام ڪونہ پهچائيندي هئي. جيڪڏهن ڪبوتر جي پرن سان ٻڌي ڪري خط موڪليندو هو تہ سوزش جي ڪري ڪبوتر جا پر سڙي ويندا هئا. مطلب تہ ڪا تدبير ڪم نٿي آئي ۽ پيغام رساني جا جيتري قدر اسباب هئا اهي سڀ ناڪاره ٿي ويا هئا. اڳ ۾ اُن جي لاءِ معشوق جو انتظار غم جو مونس بنيل هو. آخر ۾ اهو انتظار بہ ختم ٿي ويو ۽ اُن تي بلڪل مايوسي طاري ٿي ويئي. ڪڏهن اهو عشق کي بلاءِ بي درمان (دوا) سمجهندو هو. ڪڏهن چوندو هو تہ اهو ئي تہ مدارِ زندگي آهي. ڪڏهن اُن تي خوديءَ جو غلبو ٿيندو هو ۽ خواهشون پيدا ٿينديون هيون. ڪڏهن بلڪل فنا جو درجو اختيار ڪندو هو ۽ پنهنجي وجود کي وساري وهندو هو. ڪڏهن تنهائي جي وحشت ۾ گريہ و زاري ڪندو هو. ڪڏهن محبوب جي خيال سان دل وندرائيندو هو. ڪڏهن پنهنجي وجود کي فراموش ڪري ڇڏيندو هو تہ محبوب سان اتحاد جو چشمو جوش هڻڻ لڳندو هو. هاڻي بي سرو ساماني اُن جي لاءِ راحت جو سبب بنجي ويئي هئي. جڏهن تہ اُن جو عشق خواهشات جي ڪکن کان پاڪ ٿي ويو هو. اهو تہ عاشقن جو راهنما بنجي ويو. بزرگ رومي رحمة الله عليه اهل الله ۽ مدّعيان ولايت جو فرق سمجهائي ٿو تہ گهڻا اهي ماڻهو جيڪي بظاهر طوطي وانگر خوش بيان آهن پر انهن جو باطن بلڪل خاموش آهي. ڪجهہ اهي ماڻهو آهن جن جو روح خوش ۽ تروتازه آهي پر بظاهر ترش رو آهن. حقيقي عارف ۽ بناوٽي بزرگ جو ظاهر ائين ئي يڪسان آهي جهڙي طرح قبرستان جون قبرون يڪسان ۽ برابر هونديون آهن ۽ حقيقتاً انهن ۾ ائين ئي فرق آهي جيئن مردن ۾ آهي. هر قبر واري جي حالت جُدا آهي. مردن ۾ تہ ٺهيو جيئرن ۾ بہ بظاهر يڪسانيت ۽ هڪ جهڙائي آهي پر اندروني حالتون مختلف آهن. انسان ۽ انسان ۾ فرق تڏهن ظاهر ٿيندو آهي جڏهن اهو ڳالهائيندو آهي ڪڏهن ڪڏهن ڳالهائڻ سان بہ پوري حقيقت واضح نٿي ٿئي، اصل حالت جو پتو لڳائڻ مُشڪل آهي. انسانن جون صورتون هڪ جهڙيون آهن پر وصفن ۾ گهڻو فرق آهي، جسم برابر آهن روح مختلف آهن. آواز بہ هڪ جهڙا معلوم ٿيندا پر آوازن ۾ مخفي درد ۽ ناز جي ڪري فرق آهي. گهوڙن ۽ پکين جي آوازن ۾ بہ هڪ جهڙائي آهي پر اُنهن آوازن جي باطني ڪيفيتن ۾ فرق آهي. جيڪو شخص اصل حالت کان واقف نہ هوندو اهو آوازن کي هڪ جهڙو سمجهندو. وڻن جو لُڏڻ بہ هڪ جهڙو آهي پر هڪ جي لُڏڻ جو سبب بادِ صبا آهي، ٻئي جي لُڏڻ جو سبب ڪهاڙي جي چوٽ آهي. منهن ڍڪيل ديگ جي جوش مارڻ سان ڌوڪو نہ کائڻ گهرجي. هر انسان جو جوش و خروش توکي دعوت ڏئي ٿو. جيڪڏهن انسان ۾ خود امتياز ڪرڻ جي طاقت نہ آهي تہ ڪنهن صاحبِ بصيرت سان مشورو ڪري. سچاٽپ جي لاءِ اُن ماڻهوءَ جو سهارو وٺ، جيڪو اُن گلشن جو دماغ رکندو هجي ۽ اهو عاشقن جو نورِ ديده هجي. هِن قصي جي ڪري اسين بخاري جي قصي کان پري ٿي وياسون، هاڻي اُن جو ذڪر ڪرڻ گهرجي.

### عاشق جو معشوق کي لهڻ ۽ اهو تہ جُستجو ڪرڻ وارو نيٺ ڳولي لهندو آهي

جنهن ڪنهن شيءِ کي طلب ڪيو ۽ ڪوشش ڪئي اُن شخص اُن شيءِ کي لڌو. الله پاڪ سچ فرمايو آهي تہ جيڪو شخص هڪ ذرّي جي وزن جيتري نيڪي ڪري ٿو اهو اُن کي ڏسندو ۽ جيڪو هڪ ذري جي برابر شر ڪندو اُن کي ڏسندو."

هن قصي جو خُلاصو هي آهي تہ حضرت حق تعاليٰ ظاهري اسباب کان سواءِ بہ مقصد پورو فرمائيندو آهي ۽ عالمِ اسباب ۾ سببيت پيدا ڪرڻ وارو بہ الله تعاليٰ ئي آهي پر انسان جي ڪوشش شرط آهي ۽ ڪوشش بيڪار نہ ويندي.

ڪان جوان در جُستجو بُد هفت سال
از خيالِ وصل گشتہ چُون خيال

ترجمو: "اهو جوان ست سال تلاش ۾ رهيو، وصل جي خيال سان خيال وانگر ٿي ويو."

ان نوجوان جو وجود هڪ خيالي شيءِ بنجي ويو هو، انسان جي ڪوشش رائيگان ڪونه ويندي آهي. محبوب جي جُستجوءَ ۾ جڏهن توهان اُن جي گهٽيءَ ۾ ڊرڻو هٽندؤ ته ضرور اُن جو ديدار ڪندوءَ. مِٽي ڪيندا رهندؤ ته ڪوهه مان ضرور پاڻي نڪري ايندو. سچي دنيا جو عقيدو اهو آهي. چاهي تون انڪار ڪرين ته به پوڪ جو ڦل ضرور ملندو آهي. جيڪو پوکيندو آهي اهو لُڻندو آهي. لوهه تي پٿر هڻندا تي سنت الله آهي ته ان مان باهه پيدا ٿيندي. عام طور تي ائين ئي ٿيندو آهي. ان جي خلاف تمام گهٽ ٿيندو آهي. جيڪي بدبخت هوندا آهن اهي سنتِ الاهي کي پيشِ نظر ڪونه رکندا آهن. نادرالوقوع ڳالهين ڏانهن ڌيان ڪندا آهن. نادر ڳالهين جا اهي مثال انهن جي پيشِ نظر هوندا آهن ته فلاڻي شخص هني ڪئي. اها سڙي ويئي، اُن کي ڪجهه ڪونه مليو. هُن درياءَ ۾ ٽُبي ڏني، سِپ ڪڍي آيو اُن مان موتي ڪونه نڪتو. بلعم باعور ۽ شيطان عبادتون ڪيون. انهن کي ڪو فائدو ڪونه ٿيو. اهو بدبخت لڪين انبيائن ۽ عارفن کي نٿو ڏسي جو عبادتن سان اُنهن کي ڪيترا وڏا رُتبا مليا. بلعم باعور ۽ شيطان کي پڪڙيو وينو آهي اها اُن جي بدبختي جي نشاني آهي. نادر ۽ اتفاقي مثال آڻي عبادتن کان لنوائي ٿو. جيڪڏهن نادر ئي دليل آهي ته اتفاق هي به ٿيو آهي ته ماني کائڻ سان انسان مُئو آهي، پوءِ تون ماني کائڻ ڇڏي ڇو نٿو ڏين؟ نادر الوقوع حادثن کي پيش نظر رکڻ وڏي بدبختي آهي. نادر شين مان دليل وٺڻ واري جو مثال هي آهي ته جهان ۾ ڪاڙهو ۽ چانڊوڪي پکڙيل هجي ۽ هڪ شخص کوهه ۾ مُنهن وجهيو انهن جو انڪار ڪندو رهي. اُن جي لاءِ اهوئي جواب آهي ته جهان ته نور مان ڀريل آهي، تون خود اُن کان محروم آهين. ڪج بحثي ۽ جهڳڙو بدبختي جو دليل آهي. انسان کي ڪج بحثي ڇڏي عمل ۾ لڳي وڃڻ گهرجي ۽ الله جي ڀروسي تي عمل ڪرڻ گهرجي. يقيناً اهو اُن جي فائدن کان مستفيد ٿيندو. ڪج بحثي ڪرڻ وارو اهڙي طرح اونڌي منهن ڪِري ٿو جو قيامت تائين اُٿي نٿو سگهي. مطلب ته انسان کي ان جي عمل جو ڦل ضرور ملي ٿو.

ٿوري دير ان جوان عاشق جي احوال ڏانهن هل. اهو عاشق چوڪيدار جي ڊپ کان لِڪڻ جي لاءِ باغ ۾ گهڙي ويو، اُتي سندس محبوبه شمع سان گڏ موجود هئي. جيئن ته چوڪيدار اُن جي وصال جو سبب بنيو انهيءَ ڪري چوڪيدار کي دعائون ڏيڻ لڳو. چوڪيدار کي سبب بنائي تو هيءَ تنبيهه ڪئي ته ڪنهن شيءِ کي انسان ذليل نه سمجهي، ڪنهن نه ڪنهن وقت اها مفيد ٿي سگهي ٿي. جڏهن الله جو ڪرم هوندو آهي ته پيرن سان ڀڄڻ، پر حاصل ٿيڻ جو سبب بنجي ويندو آهي يعني الله تعاليٰ هڪ ضد کي ٻئي ضد جي حصول جو سبب بنائيندو آهي، کوهه جي گهرائي نجاست جو سبب بنجي ويندي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته وَعَسٰٓى اَنْ تَكْرَهُوْا شَيْـًٔا وَّهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ ۚ (البقره-٢١٦) ”ڪنهن وقت توهان هڪ شيءِ کي ناپسند ڪريو ٿا ۽ اها ئي توهان جي لاءِ بهتر هوندي آهي. سيني رستن جي ڪُشادگيءَ جو ذريعو ۽ سبب الله تعاليٰ آهي. هاڻي ان عاشق جو باقي قصو دفتر چوٿين ۾ بيان ڪيو.

تم الدفتر الثالث من الكتاب المثنوى المعنوى لمولوى المعنوى

# دفتر چوٿون

اى ضياء الحق حسام الدين توئى
كه گذشت از مه بنورت مثنوى

ترجمو: ”اي ضياء الحق حسام الدين! تون ئي آهين جو تنهنجي نور سان مثنوي چنڊ کان وڌ چمڪي پئي آهي.“

ضياء الحق حسام الدين چلپي، مولانا جو اهو خليفو آهي، جيڪو مثنويءَ جي تحرير جو سبب بڻيو. جيئن چنڊ جي روشني ۽ نور جسمن تي پوي ٿو، اهڙيءَ طرح مثنويءَ جو نور روحن تي پوي ٿو. مُريد جي همت جو توجه شيخ جي معارف جي ڪشش جو سبب ٿيندو آهي. اي ضياء الحق! مثنويءَ جي معرفتن جو رُخ تون جيڏانهن چاهين ٿو، اوڏانهن موڙين ٿو.

مثنوى پويان كشنده ناپديد
ناپديد از جاهلى كش نيست ديد

ترجمو: ”مثنوي ڊوڙي رهي آهي (پر) ڇڪڻ وارو لِڪل آهي. لِڪل ان ناواقف جي لاءِ آهي، جنهن جي نظر نٿي پوي.“

بظاهر مولانا حسام الدين مثنوي جي ڪشش جو سبب آهي، پر حقيت ۾ ان جي ڪشش الله تعاليٰ جي طرفان آهي. صاحبِ بصيرت ڏسي رهيا آهن ته مثنوي جا بيان الله تعاليٰ جي طرفان آهن. ظاهري سبب جيئن ته مولانا حسام الدين آهي. اُنهيءَ ڪري مثنويءَ جي ڊيگهه انهيءَ جي طرفان ئي سمجهي ويندي.

چون چنين خواهى خدا خواهد چنين
مى دهد حق آرزوئى متقين

ترجمو: ”تون جيئن چاهين ٿو خدا به ائين ئي چاهي ٿو، الله تعاليٰ پرهيزگارن جي تمنا پوري ڪري ٿو.“

جڏهن فنا کان پوءِ بقا بالله جو مرتبو حاصل ٿي وڃي ٿو تڏهن ٻانهي جي مرضي بعينه الله جي مرضي بڻجي ويندي آهي. ”ڪان لله“ يعني، مقامِ فنا، ڪان الله- بقابالله کان پوءِ انساني فعل خدائي فعل تصور ٿيندو آهي.

مثنوى از تو هزاران شكر داشت
در دعا و شكر كفها بر فراشت

ترجمو: ”مثنوي تنهنجا هزارين شڪر ادا ڪري ٿي، دعا ۽ شڪر جي لاءِ هٿ (مٿي) ڪٽي ٿي.“

مثنوي جيئن ته حسام الدين کان فيض حاصل ڪري رهي آهي، سو ان جا پنا مثنويءَ جا هٿ آهن، جيڪي شڪر گذاريءَ ۾ اٿيا آهن. شڪر تي وڌيڪ احسان جو وعدو آهي، جيئن فرمايو ويو: وَلَئِنْ شَكَرْتُمْ لَأَزِيدَنَّكُمْ (ابراهيم:٧) ”۽ جيڪڏهن توهان شڪر ڪندؤ ته اسين ضرور وڌيڪ ڏينداسون.“ وَ اسْجُدْ وَ اقْتَرِبْ (العلق:١٩) ”۽ سجدو ڪر ۽

ويجهڙائي حاصل ڪر." يعني سجدو قرب خداونديءَ جو سبب آهي. مثنوي جي ڏيگهه جو سبب مولانا حسام الدين چلپي جو جذبو آهي جيئن بهار جي موسم ۾ انگور جي وَل خوب پڪڙندي آهي، اهڙي طرح مثنوي جي نشونما جو سبب مولانا حسام الدين آهي.

جهڙيءَ طرح حج جي لاءِ ويندڙ قافلي جو هڪ امير هوندو آهي جيڪو انهيءَ جي رهنمائي ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح هي معرفت جو ڪاروان ۽ قافلو رب ڪعبه جي زيارت لاءِ روان آهي ۽ مولانا حسام الدين ان جو سالار آهي. جيڪو قافلو حج تي ويندو آهي، ان جو مقصد ڪعبت الله جي زيارت هوندو آهي پر هِن قافلي جو مقصد رب ڪعبه جي زيارت آهي.

زان ضياء گفتم حسام دين ترا
که تو خورشيدی و اين دو وصفها

ترجمو: "اي دين جي تلوار، مون توکي روشني ان ڪري چيو آهي جو تون سج آهين ۽ هي ٻئي (اُن جون) صفتون آهن."

ضياء روشني کي چوندا آهن ۽ حسام تکي تلوار کي چوندا آهن، تنهنجي ذات سج آهي ۽ هي ٻئي ان جون صفتون آهن. سج جي تلوار ان جي روشني هوندي آهي، جنهن سان اونده ڪٽبي آهي. انهيءَ ڪري تون جهڙي طرح حسام آهين، اهڙيءَ طرح ضياء به آهين. قرآن پاڪ ۾ آهي ته، هُوَ الَّذِيْ جَعَلَ الشَّمْسَ ضِيَآءً وَّ الْقَمَرَ نُوْرًا (يونس: 5) الله تعاليٰ چنڊ جي روشني کي نور ۽ سج جي روشنيءَ کي ضياءُ سان تعبير فرمايو آهي.

شمس را قرآن ضيا خواند اے پدر
و اں قمر را نور خواند ايں را نگر

ترجمو: "بابا سائين! اي پيءُ! سج کي قرآن ضيا ۽ چنڊ کي نور فرمايو آهي، ان تي غور ڪر."

جهڙيءَ طرح سج اضافي ۾ وڌيل آهي، پوءِ تون جيئن ته ضياء آهين، انهيءَ ڪري تون به وڌيل آهين. چنڊ جي روشنيءَ ۾ گهٽ ماڻهن کي رستو نظر ڪونه ايندو آهي ۽ سج جي روشنيءَ ۾ نظر اچي ويندو آهي ۽ اهو ڪري ۽ کوٽي کي واضح ڪري ڇڏيندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو بازار ڏينهن ۾ کُلندي آهي.

تا که قلب و نقد نيک آيد پديد
تا بُود از غبن و از حيله بعيد

ترجمو: "تان ته کرو ۽ کوٽو خوب ظاهر ٿي وڃي، تان ته ٺوڳي ۽ ٺڳيءَ کان بچاءُ ٿئي."

سج جي روشنيءَ ۾ کرو ۽ کوٽو نظر اچي ويندو آهي ۽ خريدار دوکي کان بچي ويندو آهي. واپارين جي لاءِ سج جي روشني رحمت ڪامل آهي. اهڙيءَ طرح مولانا حسام الدين جيئن ته ضياء آهي، انهيءَ ڪري اهو به سالڪن جي لاءِ رحمت آهي. پوءِ جهڙيءَ طرح ڏوکيباز سج جي روشنيءَ کان نفرت ڪن ٿا، اهڙي طرح بناوٽي شيخ به مولانا حسام الدين کان نفرت ڪن ٿا.

پس عدوّ جان صراف ست قلب
دشمن درويش که بُود غير کلب

ترجمو: "پوءِ کوٽو سوناري جو ويري هوندو آهي، ڪُتي کان سواءِ درويش جو جاني دشمن ڪير هوندو آهي؟"

جهڙي طرح کوٽو مال پرکڻ وارو سوناري جي جي جان جو دشمن هوندو آهي، اهڙي طرح جيڪي دنيا جا ڪُتا آهن، اهي بزرگن جا دشمن هوندا آهن. نبين جو مقابلو دنيا وارن سان هوندو آهي، جيڪي سندن دشمن هوندا آهن،

ملائڪ انهن نبين جي سلامتي جي لاءِ دعا ڪندا رهندا آهن. ملائڪ هيءَ دعا گهرندا آهن ته جيڪو هدايت جو ڏيئو نبي ڪٽي آيا آهن، شال ان کي دشمن وسائي نه سگهن.

روشنی بر دفتر چارم بریز

کافتاب از چرخِ چارم کرد خیز

ترجمو: ”چوٿين دفتر تي روشني وجهه. ڇاڪاڻ ته سج چوٿين آسمان مان اُڀري رهيو آهي.“

مولانا دعا فرمائي ٿو ته، هاڻي جڏهن ته بيان جي جوش جو سج چوٿين آسمان مان اُڀري رهيو آهي، ته اي خدا! هن چوٿين دفتر تي معرفت جي نور جي روشني وجهه.

ہیں زچارم نورده خورشید وار

تابتابد بر بلاد و بر دِیار

ترجمو: ”ها، چوٿين (دفتر) مان سج وانگر روشني عطا فرماءِ، تان ته اهو ملڪن ۽ شهرن تي چمڪي اٿي“.

سج ڪي به چوٿين آسمان تي مجيو ويندو آهي. هن مثنوي کي جيڪو افسانو سمجهندو اهو خود افسانو ۽ مهمل يعني بيڪار آهي. هڪ شيءِ ٻن شخصن جي اعتبار سان ٻه جدا حڪم رکندي آهي. درياءِ نيل حضرت موسيٰ[4] جي لاءِ پاڻي هو ۽ قبطين جي لاءِ رَتُ هو. اهڙي طرح هيءَ مثنوي ڪن ماڻهن جي لاءِ افسانو آهي ۽ ڪن جي لاءِ گنجينه معرفت آهي.

دشمنِ ایں حرف ایں دم در نظر

شد ممثل سرنگوں اندر سَقر

ترجمو: ”هن وقت هن مثنوي جو دشمن (اسان جي) نظر ۾ دوزخ ۾ اونڌي مُنهن پيو آهي.“

مولانا حسام الدين جو ڪشف هو ته مثنويءَ جو منڪر ايمان کان محروم آهي.

ایں حکایت را کہ نقدِ وقتِ ماست

گر تمامش می کُنی اینجا رواست

ترجمو: ”هيءَ حڪايت جيڪا اسان جو ماحضر آهي، جيڪڏهن توهان اِن کي هن جڳهه پورو ڪيو ته مناسب آهي.“

**پوري حڪايت اُن عاشق جي جيڪو اڄاڻ باغ ۾ چوڪيدار کان ڀڳو**

هي عاشق رات جو معشوقه جي جدائي ۾ گهمي رهيو هو. رستي ۾ ان چوڪيدار کي ڏنو ۽ ڪانئس ڊڄي هڪ باغ ۾ لڪي ويو، اُتي ڏٺائين ته سندس معشوقه موجود آهي، پوءِ اهو عاشق چوڪيدار کي دعائون ڏيڻ لڳو. انسان ڪنهن شيءِ کي پنهنجي لاءِ ناپسند ڪندو آهي پر ان ۾ ئي سندس بهتري هوندي آهي.

سایۂ اورا نبود امکانِ دید

ہمچو عنقا وصفِ اورا می شنید

ترجمو: ”اُن جي پاڇي کي ڏسڻ جو امڪان به ڪونه هو، عُنقاء وانگر ان جون خوبيون ٻُڌندو هو.“

محبوبه جو وجود ته پري رهيو، هي ان جو پاڇو به نه ٿي ڏسي سگهيو، جيئن ماڻهن رڳو عنقاء جون خوبيون ٻُڌيون آهن، ڏٺو ڪنهن به ڪونهي.

بعد ازاں چندانکہ می کوشید او
خود مجالش می نداو آن تندخو

ترجمو: ”پوءِ اُن عاشق جيتري بہ ڪوشش ڪئي، ڪيس اُن بدمزاج موقعو ڪونہ ڏنو.“

پهرين ملاقات ڪانپوءِ اٺن سالن تائين ملاقات جو موقعو ڪونہ مليو. عشق جو اهو ئي وهنوار هوندو آهي. اهو شروع ۾ ڦاسائيندو آهي، پوءِ تڙپائيندو آهي ۽ نيٺ وصال جو دربند ٿي ويندو آهي. پوءِ عاشق مصيبتون برداشت ڪندو رهندو آهي.

هم براں بومی تنند و می روند
هر دمی راجی و آئس می شوند

ترجمو: ”اهي اُن خوشبوءِ جي پويان هوندا آهن ۽ پيا هلندا آهن. هر لحظي اميدوار ۽ نااميد ٿيندا آهن.“

شروع ۾ جيڪو چپن کي چسڪو لڳو آهي ان جي ڪري اميد ۾ رهندا آهن، هر شخص مقصد حاصل ڪرڻ جي فڪر ۾ لڳو رهندو آهي. جڏهن اهو عاشق چوڪيدار جي ڊپ کان پڇي باغ ۾ لِڪو تہ ڪيس محبوبہ جو ديدار ٿي ويو.

بیند آں معشوقہ را او باچراغ
طالبِ انگشتری در جوی باغ

ترجمو: ”هو ڏسي ٿو سندس معشوقہ ڏيئو ڪڻي باغ جي نهر ۾ مُنڊي ڳولي رهي آهي.“

اهو عاشق الله تعاليٰ جي تعريف سان گڏ اُن چوڪيدار کي دعائون ڏيڻ لڳو تہ هن ڪيس گرفتار ڪري ڪانئس رشوت بہ ڪونہ ورتي ۽ پوليس حوالي بہ ڪونہ ڪيو، ڇاڪاڻ تہ پوليس جي خواهش هوندي آهي تہ ماڻهو ڏوهن ۾ مبتلا ٿين تان تہ انهن کان نفعو حاصل ڪري سگهجي.

گر خبر آید کہ شہ جرمی نہاد
بر مسلمانان شود او زفت و شاد

ترجمو: ”جيڪڏهن پوليس کي معلوم ٿئي تہ بادشاهہ ڪنهن قوم کي مجرم ۽ ڏوهاري قرار ڏنو آهي تہ اها خوش ٿيندي ۽ بادشاهہ جي معاف ڪرڻ سان رنجيده ٿيندي آهي.“

اُن چوڪيدار جي ڪري عاشق کي محبوبہ جو ديدار ميسر ٿيو هو، انهيءَ ڪري هو ڪيس دعائون ڪرڻ لڳو.

پس بدِ مطلق نباشد درجہاں
بد بہ نسبت باشد ایں راہم بداں

ترجمو: ”دنيا ۾ ڪو بلڪل بُرو نہ آهي، بُرو نسبت سان ٿيندو آهي، اها ڳالهہ سمجهي ڇڏ!.“

مولانا فرمائي ٿو تہ دنيا جي ڪابہ شيءِ سيني وَجهَن ۽ سببن جي ڪري بُري ڪانہ آهي پر ڪنهن خاص نسبت سان ان ۾ برائي هوندي آهي. زهر ۽ مصري ٻئي شيون فائديمند ۽ نقصانڪار بہ خاص خاص نسبت سان آهن. نانگ جو زهر نانگ جي لاءِ زندگيءَ جو باعث آهي ۽ انسان جي موت جو سبب آهي. پاڻي آبي مخلوق جي زندگي آهي، خاڪي مخلوق جي لاءِ موت آهي. مطلب تہ ڪنهن شيءِ جو نسبت جي اعتبار سان فقط فائديمند ۽ نقصانڪار هجڻ ئي نہ آهي، پر نسبت جي اعتبار سان ان جي فائديمند يا نقصانڪار هئڻ جا هزارين ذريعا آهن. زيد ڪنهن جي اعتبار سان شيطان آهي، ۽ ڪنهن جي اعتبار سان سلطان (بادشاهہ)، پوءِ جنهن جي لاءِ زيد سلطان آهي، اهو ان جون تعريفون

ڪندو ۽ جنهن جي لاءِ شيطان آهي، اهو ان کي ڪافر ۽ مارڻ جي لائق سمجهندو. جيڪڏهن تون زيد کي پنهنجي لاءِ ڪنڌ بنائڻ چاهين ٿو ته ان جي عاشقن جي نظر سان ان کي ڏس، پوءِ توکي ان کان ڪابه شڪايت ڪونه رهندي. محبوب کي پنهنجي نگاه سان نه ڏس، ان جي عاشقن جي نگاه سان ڏس، پر اجا به اڳتي وڌي معشوق ۽ محبوب کي عاشقن جي نگاه سان نه، پر خود سندس نگاه سان ڏسڻ گهرجي. جڏهن انسان محبوب کي محبوب جي نگاه سان ڏسندو تڏهن اهو ”مُتَخَلّق باخلاق الله“ ٿي ويندو ۽ پنهنجي احساس کي فنا ڪري ڇڏيندو. تڏهن ان کي ”کانَ الله له“ جو مقام حاصل ٿيندو ۽ ان ۾ ”بقابالله“ جي ڪيفيت پيدا ٿي ويندي.

حديث شريف ۾ آهي ته، ”فَاِذَا اَحببتُه، كُنتُ سَمعه الّذى يَسمَع بِه وبَصَرهُ الذى يَبصُرُبه“ يعني، جڏهن آئون پنهنجي ٻانهي سان محبت ڪندو آهيان ته آئون ان جو ڪن بنجي ويندو آهيان، جنهن سان اهو ٻڌندو آهي ۽ ان جي اک بنجي ويندو آهيان، جنهن سان اهو ڏسندو آهي.“

ناپسنديده شيءِ جڏهن ڪنهن مرغوب شيءِ جو ذريعو بنجي ويندي آهي ته اها به مرغوب ۽ پسنديده ٿي ويندي آهي. چوڪيدار معشوق جي وصال جو ذريعو هو، انهيءَ ڪري اهو به محبوب ٿي ويو.

**واعظ جي حڪايت**

اُن واعظ جي حڪايت جيڪو هر وعظ ۽ نصيحت جي شروع ۾ ظالمن ۽ ڪٺور دل فسادين ۽ بداعتقادن جي لاءِ خير جي دعا ڪندو هو.

منقول آهي ته اهو واعظ هڪ واپاري هو، ڌاڙيلن سندس مال ڦريو. پوءِ هن خدا کان دعائون گهريون ۽ روج راڙو شروع ڪيائين، ان تي ڪيس غيبي آواز آيو ته، مال جي ڦرجي وڃڻ تي تون ايتري قدر روج راڙو ڪرين ٿو ۽ عمر برباد ٿيڻ جو ڪو خيال نه اٿئي! ان تنبيه کان پوءِ اهو واپاري الله تعاليٰ ڏانهن متوجه ٿيو.

*آں یکے واعظ چو بر تخت آمدے*

*قاطعانِ راہ را داعی شدے*

ترجمو: ”هڪ واعظي جڏهن تخت تي ايندو هو ته ڌاڙيلن جو دعاگو ٿيندو هو!“

ڇاڪاڻ ته اهي چور الله تعاليٰ تائين پهچڻ جو سبب بنيا هئا، انهيءَ ڪري اهي چور ان واپاريءَ کي محبوب ٿي ويا هئا ۽ هو انهن جو دعاگو ٿي ويو هو. هو دنيا جي بُرن انسانن جي لاءِ خير جي دعا گهرندو هو ۽ نيڪن لاءِ ڪونه گهرندو هو. ماڻهن اعتراض ڪيو ته بُرا ماڻهو دعا جا حقدار نه آهن، تون انهن جي لاءِ دعا ڇو ٿو ڪرين؟ هُن جواب ڏنو ته، اِنهن ماڻهن جو مون تي وڏو احسان آهي جو آئون انهن جي ظلمن کان پريشان ٿي رستي تي آيو آهيان ۽ سندن ظلمن مون کي نيڪيءَ تي لڳايو آهي.

*ہر گہے کہ رو بدنیا کردمے*

*من زایشان زخم ضربت خوردمے*

ترجمو: ”جڏهن به آئون دنيا جو رخ ڪندو هوس، تڏهن ڪانئس تڪليف پرائيندو ۽ مار کائيندو هوس.“

جڏهن به آئون انهن سان دنيا ۾ لڳندو هوس تڏهن اهي ايتري قدر ظلم ڪندا هئا جو آئون خدا ڏانهن رجوع ڪندو هوس. پوءِ سندن ظلم مون کي دنيا کان هٽائي الله تعاليٰ جي رستي تي لڳائي ڇڏيندو هو.

مولانا فرمائي ٿو ته جڏهن انسان ڪنهن رنج ۽ مصيبت جي الله تعاليٰ سان شڪايت ڪري ٿو، تڏهن الله پاڪ فرمائي ٿو ته اُن مصيبت جي شڪايت بجا آهي. اها مصيبت ته توکي مون ڏانهن متوجه ڪري رهي آهي. توکي

شڪايت تہ منهنجي اُن نعمت کان هجڻ گهرجي جيڪا توکي مون کان بي نياز بنائي ٿي. جيئن تہ دشمن الله تعاليٰ ڏانهن رجوع جو سبب بنجي ٿو، انڪري اهو حقيقت ۾ تنهنجي لاءِ نافع ۽ ڪيميا آهي. انسان جا دوست سندس حقيقي دشمنآهن، ڇاڪاڻ تہ اهي خدا کان غافل بنائين ٿا.

لٺ سان ماربو تہ ان جو بدن ٿلهو ۽ مضبوط ٿيندو آهي، مومن بہ اهڙيءَ طرح آهي جو سندس روح مصيبتن کي برداشت ڪري قوي ۽ طاقتور ٿئي ٿو.

زیں سبب بر انبیاء رنج و شکست

از ہمہ خلقِ جہاں افزوں ترست

ترجمو: "انهيءَ جي ڪري انبيائن تي رنج ۽ تڪليف دنيا جي سموري مخلوق کان وڌيڪ هوندي آهي."

جيئن تہ انبيائن جي روح کي وڌيڪ مضبوط بنائڻو هوندو آهي، انهيءَ ڪري ڪين زياده مصيبتن ۾ مبتلا ڪيو ويندو آهي. ڪچي چمڙي تي دوائون لڳائي جڏهن ان کي نرم ڪيو ويندو آهي تہ اهو نرم بنجي ڪري مضبوط بہ ٿي ويندو آهي، جيڪڏهن اُن چمڙي تي تيز دوائون نہ لڳائجن تہ جيڪر اهو سڙي وڃي! ماڻهوءَ کي بہ چمڙي وانگر سمجهو، جيڪو فاسد رطوبتن جي ڪري بدصورت ۽ ڳرو آهي.

تلخ و تیز و مالش بسیار دہ

تاشود پاک و لطیف و بامزہ

ترجمو: "ان کي ڪڙيون ۽ تيز (دوائون) ڏي ۽ گهڻو مَل، تان تہ پاڪ پاڪيزه ۽ شاندار بنجي وڃي."

انساني بدن جي اصلاح لاءِ بہ تلخ تيز مجاهدن ۽ عبادتن جي ضرورت آهي. تڏهن اهو پاڪ ۽ صاف بنجدو. جيڪڏهن انسان پنهنجي اختيار سان مجاهدا سان نٿو ڪري سگهي تہ ڪيس آسماني مصيبتن تي صبر ڪرڻ گهرجي. اهي مصيبتون ان جي لاءِ مجاهدن جي قائم مقام بنجي وينديون. انسان کي سمجهڻ گهرجي تہ خدا جي طرفان ابتلاء ۽ آزمائش ان جي تطهير ۽ پاڪائي جي تدبير آهي. جڏهن آسماني مصيبتن سان انسان پنهنجي باطني صفائي محسوس ڪندو آهي، تڏهن اها مصيبت ان جي لاءِ مِٺي بنجي ويندي آهي. اهو ئي ڪڙي دوا جو حال آهي. پوءِ پنهنجي تخريب ۾ تعمير سمجهندو آهي ۽ دوستي ڦٽائي قتل ڪرڻ جي لاءِ تيار ٿي ويندو آهي. اها خداوندي حڪمت آهي جيڪا قاتلن کي سندن ظلم جي پاداش ۾ طلب جو حقدار بنائي ڇڏيندي آهي ۽ انهن جي ظلمن کي نيڪ ماڻهن جي لاءِ درجن جي ترقي جو سبب بنائي ڇڏيندي آهي.

ایں عوان در حقِ غیری سود شد

لیک اندر حقِ خود مردود شد

ترجمو: "هيءُ سپاهي ٻئي جي لاءِ فائدي وارو ٿيو، پر پنهنجي حق ۾ مردود ٿي ويو."

**حضرت عيسيٰ عليه السلام کان هڪ شخص جو سوال**

هڪڙي شخص جو حضرت عيسيٰ عليه السلام کان پُڇڻ تہ اي روح الله! وجود ۾ سڀ کان وڌيڪ سخت شيءِ ڪهڙي آهي؟ ۽حضرت عيسيٰ عليه السلام جو جواب ڏيڻ:

گفت عیسیٰؑ را یکے ہشیار سر

چیست در ہستی ز جملہ صعب تر

ترجمو: "هڪ بيدار مغز ۽ هوشيار شخص حضرت عيسيٰ کان پڇيو تہ وجود ۾ سڀ کان وڌيڪ سخت شيءِ ڪهڙي آهي؟"

حضرت عيسيٰؑ کيس جواب ڏنو تہ خدا جي غضب ۽ ڪاوڙ جي ڪري دوزخ بہ ڏڪندو آهي. اُن شخص سوال ڪيو تہ، خدا جي غضب کان بچڻ جي ڪهڙي صورت آهي؟ حضرت عيسيٰؑ فرمايو تہ، خدا جي غضب کان بچڻ جي هيءَ صورت آهي تہ انسان پنهنجي ڪاوڙ تي ڪنٽرول ڪري. قرآن پاڪ ۾ مومنن جي صفت ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ وَالْكٰظِمِيْنَ الْغَيْظَ وَالْعَافِيْنَ عَنِ النَّاسِ (آل عمران:134) "۽ جيڪي ڪاوڙ کي پيئندا آهن ۽ ماڻهن کي معاف ڪندا آهن." حديث شريف ۾ آهي تہ "مَن لَايَرحَمُ لَايُرحَمُ" جيڪو ٻين تي رحم نٿو ڪري ان تي رحم نہ ڪيو ويندو."

گر چہ عالم را ازیشاں چارہ نیست

ایں سخن اندر ضلال افگند نیست

ترجمو: "جيتوڻيڪ دنيا کي انهن کان بي نيازي نہ آهي، اها ڳالھ گمراهي ۾ مبتلا ڪرڻ آهي."

انتظام قائم ڪرڻ جي لاءِ سپاهين جو وجود ضروري آهي ۽ اها ئي ڳالھ انهن جي لاءِ گمراهيءَ جو سبب آهي، جو پنهنجي وجود کي ضروري سمجهي تي سندرو ٻڌن ٿا، پر سندن اها ضرورت انهن جي لاءِ تعريف جو سبب بنجي نٿي سگهي. گهٽين گندين شين جي بہ دنيا کي ضرورت آهي، پر ان ضرورت جي ڪري انهن کي پاڪ قرار نٿو ڏيئي سگهجي.

**عاشق طرفان خيانت جو ارادو ڪرڻ ان عاشق جو قصو جنهن معشوق سان چڪ چميءَ جو ارادو ڪيو**

بانگ بروی زد بہیبت آں نگار

کہ مروگستاخ ادب را ہوش دار

ترجمو: "اها معشوقہ ڪاوڙجي مٿس ڪڙڪي پئي ۽چيائين تہ گستاخي سان اڳتي نہ وڌ. ادب جو خيال ڪر."

معشوقہ، عاشق کي اِن بيباڪيءَ تي جهڻڪيو. عاشق چيو: اڪيلائي آهي ۽ آئون وصل جو پياسو آهيان. صبر جي سهپ ڪٿي آهي؟ معشوقہ چيو، جڏهن تون هوا کي کُهلندي ڏسين پيو تہ سمجھ تہ ان کي هلائڻ وارو موجود آهي. الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمائي ٿو:

وَهُوَ الَّذِىْ يُرْسِلُ الرِّيٰحَ بُشْرًاۢ بَيْنَ يَدَىْ رَحْمَتِهٖ (الاعراف: 57) "۽ اهو ئي قادر مطلق آهي، جيڪو رحمت جي مينهن کان اڳ هوائن کي موڪليندو آهي تہ ماڻهن کي مينهن جي اچڻ جي خوشخبري ڏين."

انسانن وٽ جيڪا جزوي هوا آهي، اُها بہ هلائڻ واري پنکي وغيره کان سواءِ حرڪت نٿي ڪري. تون سموري هوا کي اهڙي طرح سمجھ، تہ اها قدرت جي پنکي کان سواءِ ڪيئن حرڪت ڪندي هوندي! ان ڳالھ جو ٻيو مثال هيءُ آهي تہ هوا هلائڻ واري کان سواءِ نٿي هلي. ساھ جي هوا کي بہ روح ۽ جسم حرڪت ۾ آڻين ٿا. اهو ئي روح ۽ جسم ساھ جي هوا ۾ سنائي ۽ خرابي جو تصرف ڪندا آهن. ڪڏهن ان کي گار (خراب) بنائيندا آهن، ڪڏهن تعريف جا لفظ بنائيندا آهن.

جهان جي هوا ۾ بہ الله تعاليٰ جا تصرف آهن. ڪڏهن هو، ان کي بادِ بهار بنائيندو آهي ۽ ڪڏهن باد سموم يعني لُڪ واري ۽ گرم! عاد جي قوم جي لاءِ اها هوا طوفان بنجي آئي ۽ اُن ڪين هلاڪ ڪيو ۽ حضرت هودؑ جي لاءِ اها خوشگوار بنجي ويئي.

ساھ جي هوا سان تون ٻي هوا جون ڳالهيون سمجھ، انسان جي ساھ جي هوا ۾ بہ اهو ئي موثر آهي جيڪو ڪنهن جي لاءِ ان کي ماکي بنائيندو آهي ۽ ڪنهن جي لاءِ زهر. اهڙيءَ طرح عام هوا کي سمجهو، جو ان کي ڪنهن جي لاءِ انعام بنائيندو آهي ۽ ڪنهن جي لاءِ ان کي قهر بنائيندو آهي. قدرت جو پنکو جيڪو هن هوا کي حرڪت

ڏئي ٿو، ان ۾ بہ قومن جو امتحان ۽ آزمائش آهي. جڏهن ساهہ ۽ پنکي جي هوا ۾ راحت رساني ۽ ايذاءُ رساني آهي تہ پوءِ لامحالہ سڀ هوا ۾ بہ اهو تاثير هوندو ۽ اهو تاثير الله جي پنکي جو پيدا ڪيل آهي. اِن هوا جي ذريعي هاري ڪٽڪ جو بُهہ داڻن کان جدا ڪندا آهن.

ہمچنیں در طلق آں بادِ ولاد
گر نیاید باد بانگِ درد آید کہ داد

ترجمو: ”اهڙيءَ طرح ويم جي تڪليف ۾اها پيدائش جي هوا جيڪڏهن نہ اچي تہ درد جو آواز اچي جيڪو فرياد آهي.
ولادت جي وقت الله تعاليٰ رِحم مادر کي هوا سان ڦوڪيندو آهي، تڏهن ويم ۾ آساني ٿيندي آهي. تصور اهو آهي تہ اها هوا هلائڻ وارو خدا آهي، ان ڪري سندس اڳيان گريہ ۽ زاري ڪئي ويندي آهي، ورنہ خالي هوا جي اڳيان گريہ زاري ڪير ڪندو!

اہلِ کشتی ہمچناں جویائے باد
جملہ خواہانش ازاں ربّ العباد

ترجمو: ”اهڙيءَ طرح ٻيڙيءَ وارا هوا جا طالب آهن، اهي رب العباد کان ان جا خواهان ۽ گهرندڙ آهن.“
ٻيڙيءَ وارا بہ موافق هوا جي لاءِ خدا کان دعائون گهرندا آهن.“ اهڙيءَ طرح ڏندن ۾سُور جي وقت ماٺهو بزرگن کان دم ڪرائيندا آهن.

از خدا لابہ کُناں آں جُندیاں
کہ بدہ بادِ ظفر اے کامراں

ترجمو: ”خدا کان لشڪري (فوجي) دعا ڪندا آهن تہ اي ڪارساز! ڪاميابيءَ جي هوا هلاءِ!“
فوجي ڪاميابيءَ جي هوا جون دعائون گهرندا آهن.

رُقعۂ تعویذ می خواہند نیز
در شکنجہ طلقِ زن ازہر عزیز

ترجمو: ”عورت جي ويم جي تڪليف جي وقت هر عزيز (۽ پياري) کان تعويذ جو ڪاغذ گُهرندا آهن.“
انهن سڀني قسمن جي واقعن مان معلوم ٿيو تہ سڀئي ماڻهو هوا کي هلائڻ وارو خدا کي مڃين ٿا. جڏهن سڀني عقلمندن جو يقين آهي تہ حرڪت ڪرڻ واري کي ڪا ذات حرڪت ۾ آڻڻ واري آهي. جيڪڏهن تون حرڪت ڏيڻ واري کي نٿو ڏسي سگهين تہ ان جي حرڪت ڏيڻ سان سندس موجودگيءَ کي سمجهہ. انسان جي جسم کي روح حرڪت ڏيندو آهي، پر انسان ان روح کي نٿو ڏسي سگهي.

گفت او گر ابلہم من در ادب
زیرکم اندر وفا و در طلب

ترجمو: ”عاشق چيو تہ جيڪڏهن آئون ادب جي سلسلي ۾ بيوقوف آهيان تہ جستجو ۽ وفاداريءَ ۾ عقلمند آهيان.“
عاشق چيو تہ، جيڪڏهن ادب جي سلسلي ۾ مون کان بيوقوفي ٿي آهي تہ ان کي درگذر ڪر ۽ منهنجي وفاداري ۽ جستجوءَ جو قدر ڪري مون کي مُقرب بناءِ.

محبوبہ چيو تہ، تنهنجي ادب جي حالت نہ اها هئي جيڪا ڏني ويئي، باقي رهي تنهنجي وفا ۽ جستجو جي دعويٰ تہ ان کي بہ ان تي قياس ڪري سگهجي ٿو.

## اُن صوفيءَ جو قصو جيڪو گهر ۾ آيو ۽ پنهنجي زال کي هڪ ڏاڙهي شخص سان ڏٺائين

عاشق جهڙي طرح پنهنجي ڏوهہ جي باوجود پڪائي جو ثبوت ڏنو، صوفيءَ جي زال بہ ايئن ڪيو.

صوفيے آمد بسوئے خانہ روز

خانہ یک دربود و زن با کفش دوز

ترجمو: "ڏينهن جو هڪ صوفي گهر ۾ آيو، گهر جو هڪ دروازو هو ۽ زال موچيءَ سان گڏ هئي."

گهر جو هڪ دروازو هو ۽ هي بہ ممڪن ڪونہ هو تہ موچيءَ کي ٻئي دروازي مان ٻاهر ڪڍي ڇڏي. صوفيءَ جو ان وقت گهر واپس اچڻ جو دستور ڪونہ هو. صوفيءَ کي سندس زال جي بدچلنيءَ جو انديشو هو. انهيءَ ڪري صوفي ڄاڻي ٻجهي ڪمهلو گهر آيو. زال کي اطمينان هو تہ صوفي دڪان تان شام جو گهر موٽندو آهي.

آن قیاسش راست نامد از قضا

گرچہ ستارست ہم بدہد سزا

ترجمو: "قسمت سان سندس اهو قياس درست نہ ٿيو، جيتوڻيڪ اهو (خدا) پرده پوش آهي، سزا بہ ڏيندو آهي."

الله تعاليٰ انسان جي پرده پوشي ڪندو آهي، پر ڪڏهن سزا جي طور تي رُسوا بہ ڪندو آهي. خدا جي ستاري اِن لاءِ هوندي آهي تہ شايد پاڻهو شرمائجي برائي کي پاڻ ڇڏي ڏي.

### تمثيل جي نموني حڪايت

هن حڪايت جو خلاصو هيءُ آهي تہ الله تعاليٰ عام طور تي پهريون دفعو خطا تي پرده پوشي ڪندو آهي ۽ بار بار گناهہ ڪرڻ تي پڪڙيندو آهي.

چوں عمرؓ آں شاہ و میر مومناں

داد دزدے را بجلّاد و عواں

ترجمو: "جڏهن مومنن جي شاهہ ۽ امير عمرؓ هڪ چور کي جلاد ۽ سپاهيءَ جي حوالي ڪيو."

جلاد: اهو شخص جيڪو ڏوهارين کي سزا ڏيندو آهي.

بانگ زد آں دزد کاے میر دیار

اولیں بارست جرمم زینہار

ترجمو: "چور دانهن ڪري چيو: اي مُلڪ جا حاڪم! مون کان پهريون ڀيرو ڏوهہ ٿيو آهي، معاف ڪريو."

مون پهريون دفعو چوري ڪئي آهي، معاف ڪريو. الله تعاليٰ پنهنجي صفت "فضل "جي اظهار لاءِ پرده پوشي ڪندو آهي ۽ پوءِ اظهارِ عدل جي لاءِ پڪڙ بہ ڪندو آهي. الله تعاليٰ جو اهو معاملو پنهنجي ٻنهي صفتن جي اظهار جي لاءِ آهي، الله جو فضل انسان کي خوشخبري ڏيڻ وارو آهي ۽ ان جو عدل مجرمن ۽ ڏوهارين کي ڊپ ڏيارڻ وارو آهي. صوفيءَ جي زال ان کان اڳ بہ اهو گناهہ ڪري چُڪي هئي ۽ الله جي ستاريءَ اُن جي پرده پوشي ڪئي هئي، پر هُن اهو نہ سمجهيو تہ غلطي هر دفعي معاف ڪونہ ڪئي ويندي آهي. اُن صوفيءَ جي زال کي قضاءِ خداوندي اهڙي طرح لاچار ڪري ڇڏيو، جهڙيءَ طرح اوچتو موت منافق کي بيوس ڪندو آهي ۽ ڪيس توبهہ جو موقعو بہ ڪونہ ڏيندو آهي.

اُن صوفيءَ دل ۾ چيو: توهان ٻنهي کان بدلو وٺندس، پر صبر سان وٺندس، ان جو طريقو هيءَ اختيار ڪندس جو اوهان جي اِن فعل کي اڻڏٺو ڪري ڇڏيندس، تان ته شور شرابو نه ٿئي ۽ پاڙي وارن کي ان جي خبر نه پوي. جيئن سِله (دق) جي بيماري مريض کي ڳاري ڇڏيندي آهي ۽ ڪيس ان جو احساس ئي ڪونه ٿيندو آهي.

مردِ دق باشد چو یخ ہر لحظہ کم
لیک پندارد بہر دم بہترم

ترجمو: "سِله جو مريض هر گهڙي برف وانگر ڳرندو ۽ ڳرندو رهندو آهي، پر هر وقت سمجهندو آهي ته ٺيڪ آهيان."

جيئن برف آهستي آهستي ڳرندي ختم ٿيندي ويندي آهي، تيئن سِله وارو مريض به ڳرندو ويندو آهي.

نیست در سوراخ کفتار اے عمو
گشتہ او مغرور تر زیں گفتگو

ترجمو: "اي چاچا! ڳورپٽ ڇُر ۾ ڪانهي! هو، اهو ٻڌي اجا وڌيڪ دوکي جو شڪار ٿي ويو."

جيئن ڳورپٽ جا شڪاري ان جي ڏر تي اچي زور زور سان چوندا آهن ته ڳورپٽ ڏر ۾ نه آهي. پوءِ ڳورپٽ انهن جي ڳالهين سان مطمئن ٿي ڪري ويهي رهندي آهي ۽ جهلجي پوندي آهي. مطلب ته اُن گهر ۾ زال جي لِڪڻ جي لاءِ ڪا جاءِ ڪانه هئي.

قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمايو: وَيَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ الْجِبَالِ فَقُلْ يَنْسِفُهَا رَبِّيْ نَسْفًا ﴿١٠٥﴾ فَيَذَرُهَا قَاعًا صَفْصَفًا ﴿١٠٦﴾ لَّا تَرٰى فِيْهَا عِوَجًا وَّلَآ اَمْتًا ﴿١٠٧﴾ (طٰهٰ:105-107) ۽ اي پيغمبر! توکان جبلن جي باري ۾ پُڇن ٿا، تون چئو ته، منهنجو پروردگار انهن کي (قيامت جي ڏينهن) اڏائيندو ۽ زمين کي همورا ميدان ڪندو، جنهن ۾ تون هيٺ مٿانهين ۽ ڪو وڪڙ ڪونه ڏسندين. پوءِ صوفيءَ جي زال موچيءَ کي چادر ڍڪائي، تان ته صوفي ان کي مرد بجاءِ عورت سمجهي. ائين هن دروازو کولي موچيءَ کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو.

**معشوق کي چادر هينان لِڪائڻ:**

زیرِ چادر مرد رسوا و عیاں
سخت پیدا چوں شتر بر نردباں

ترجمو: "چادر ۾ مرد رُسوا، کليل ۽ پورو ظاهر هو. جيئن سيڙهيءَ تي اُٺ (ظاهر هوندو آهي)."

چادر ۾ اهو مرد لڪي نه سگهيو ۽ اُن جو اهڙي طرح مرد هجڻ ظاهر ٿيو جيئن چاڙهيءَ تي اُٺ لِڪي نٿو سگهي، پر ظاهر هوندو آهي. جيئن ته صوفيءَ ٺٺ ڪيو هو ته ان واقعي بابت اڻ ڄاڻائي ظاهر ڪندو. صوفيءَ تعجب مان پنهنجي زال کان پُڇيو ته هيءَ ڪير عورت هئي؟ زال جواب ڏنو ته شهر جي باعزت ۽ مالدار عورت هئي. مون دروازو اِن ڪري بند ڪيو هو ته متان ڪو اوپرو ماڻهو گهر ۾ اچي نه وڃي ۽ عورت جي بي پردگي ۽ بي عزتي نه ٿئي.

صوفيءَ چيو ته، اهڙي معزز عورت ڪهڙي ڪم سان آئي هئي؟ مون کي ٻڌاءِ ته آئون جلدي ان جو ڪم پورو ڪريان. زال چيو ته، اها رِشتو ڪٽي آئي هئي ۽ سندس مقصد اسان جي ڇوڪريءَ کي ڏسڻ هو، پر ڇوڪري مدرسي ۾ پڙهڻ ويئي هئي، انهيءَ ڪري ڪيس ڏسي ڪونه سگهي. پوءِ اهو چيائين ته ڇوڪري ڪهڙي به هجي آئون ان کي پنهنجي پٽ جي ڪنوار بنائيندس.

صوفيءَ زال کي چيو ته، ڇوڪري غريب گهراڻي جي ۽ ڇوڪرو رئيس گهراڻي جو آهي، اها ڳالهه بي جوڙ آهي، اهو ائين آهي جيئن دروازي جو هڪڙو طاق ڪاٺيءَ جو ۽ ٻيو هاٿيءَ جي ڏندن جو هجي. جيڪڏهن زال مڙس

هڪ جهڙا نہ هوندا تہ اختلاف ٿيندو.

هي جوڙ اهڙو آهي، جهڙو فقير ۽ دولتمند يا ياقوت ۽ سنگر مرمر جو جوڙ. اطلس (ريشم جو قسم) جي ڪپڙي ۾ ڪچي سُٽ جي چتي عقلمندن وٽ خراب آهي.

ڪبوتر ۽باز يا عُنقاء ۽ ماڪيءَ جي مک جو جوڙ ڪڏهن ٿيو آهي؟

**زال جو مڙس کي جواب تہ ڏاج جي ڳڻتي نہ ڪر!**

عورت چيو تہ اهي ماڻهو ڏاج جا گهورا ناهن. اهي تہ پرده پوشي ۽ نيڪيءَ جا طلبگار آهن.

صوفيءَ جي زال چيو: اها عورت چوي ٿي تہ اسين دولت مان تنگ آهيون، هيءُ بہ چيو تہ اسين عوام وانگر لالچي نہ آهيون، اسين اهڙي ڇوڪري چاهيون ٿا، جيڪا پرده نشين ۽ نيڪ هجي، ٻنهي جهانن ۾ انهن شين سان ڀلائي حاصل ٿئي ٿي. صوفيءَ تنگ دستيءَ جو اظهارڪيو. تان تہ ڳالهہ لِڪل رهي. زال صوفيءَ کي چيو، آئون پنهنجي غُربت چڱي طرح بيان ڪري چڪي آهيان، پر هوءَ پنهنجي ڳالهہ تي ڳنڍ ڏيو بيٺي آهي ۽ اسان جي غربت کي ليکي ۾ ڪانہ ٿي آڻي بلڪ چوي ٿي تہ اسين توهان سان مالداريءَ جي ڪري رشتو ڪونہ پيا ڪريون، پر توهان جي سچائي ۽ دعائن جي ڪري ڪري رهيا آهيون. صوفي صاحب هن وقت تائين ڳالهہ ٻول جو اهڙو نمونو اختيار ڪيو هو، جنهن ڪري سندس زال نہ ٿي سمجهيو تہ هو اُن جي خيانت کان باخبر ٿي چڪو آهي. هاڻي گفتگوءَ ۾ صوفيءَ اهڙو طريقو اختيار ڪيو، جنهن مان هيءُ ظاهر ٿي وڃي تہ هو زال جي بدچلنيءَ مان واقف ٿي ويو آهي.

خانۂ تنگے مقام یک تنے

کہ درو پنہاں نہ ماند سوزنے

ترجمو: "سوڙهو گهر، هڪ شخص جي رهڻ جيتري جاءِ، جنهن ۾ هڪ سئي بہ لڪي نٿي سگهي."

هُن، اهو ڏسي ورتو آهي تہ اسان جو گهر ايترو ننڍڙو آهي جو ان ۾ سئي بہ نٿي لِڪي سگهي، باقي رهي پاڪائي ۽ نيڪيءَ جي ڳالهہ، تہ جيڪڏهن ان کي نصيحت حاصل ڪرڻي آهي تہ اها اسان کان بہ وڌيڪ ڄاڻي ٿي. ان کي اسان جي پردي جو حال تہ چڱيءَ طرح معلوم ٿي ويو آهي. اسان جي بي سرو ساماني، نيڪي ۽ پردي کان چڱي طرح واقف ٿي چڪي آهي. ظاهري طرح ڇوڪريءَ جو ڏاج ۽ نوڪرياڻيءَ جو نہ هجڻ تہ ظاهر هو.

هاڻي اها نيڪي ۽ پرده پوشيءَ کان بہ واقف ٿي ويئي آهي. ڇوڪري جي پرده پوشيءَ کي پيءُ ڇا بيان ڪري، ان کان اها خود واقف ٿي چُڪي آهي ۽ اها ڳالهہ وائکي ٿي ويئي آهي.

باغ واري معشوقہ عاشق کي اهو قصو ٻڌائي ڪري چيو تہ، اهو مون توکي هن لاءِ ٻڌايو آهي تہ جڏهن تنهنجي بي ادبي پڌري پٽ ظاهر ٿي وئي آهي تہ پوءِ وفاداريءَ جي دعويٰ نہ ڪر.

معشوقہ پنهنجي عاشق کي وڌيڪ چيو تہ، تنهنجي حالت بہ ان صوفيءَ جي زال جهڙي آهي ۽ تون بہ هُن وانگر خيانت ڪرڻ کان پوءِ دغابازيءَ جو ڄار وڇائي رهيو آهين ۽ پنهنجو پاڻ کي هر عيب کان پاڪ ظاهر ڪري رهيو آهين، تون ماڻهن کان شرمائين ٿو پر خدا کان نٿو شرمائين؟

**الله تعاليٰ کي بصير، سميع ۽ عليم چوڻ جو مطلب**

عاشق معشوقہ کي اڪيلو ڏسي ساڻس ملڻ جو اهو مناسب موقعو ڄاتو پر هُن اهو محسوس نہ ڪيو تہ الله تعاليٰ هر جڳهہ تي موجود آهي ۽ اهو عليم آهي، ان جي احاطي مان ڪوبہ واقعو ٻاهر نٿي رهي سگهي. الله تعاليٰ بصير آهي، ان جي بصارت کان ڪا شيءِ لڪي نٿي سگهي.

هاڻي الله تعاليٰ جي صفاتي اسمن جو بحث شروع ڪري مولانا هيءُ ٻڌائڻ چاهي ٿو ته، صفاتي نالا جن صفتن مان ٺهيا آهن، اهي الله تعاليٰ ۾ بدرجهءِ اتم موجود آهن. سميع، الله پاڪ جو نالو آهي. هو سڀ ڪجھ ٻڌي ٿو، ان جي تقاضا آهي ته انسان پنهنجي زبان مان ڪا بُري ڳالھ نه ڪڍي ۽ هي سمجهي ته جيڪي ڪجھ انسان چوي ٿو الله تعاليٰ اهو ٻڌي ٿو. اسم عليم: اهو نالو آهي، جيڪو محض مسميٰ جي سڃاڻپ جي لاءِ رکيو ويندو آهي. هن کان قطع نظر ته ان مسميّ ۾ اها صفت موجود آهي يا نه جنهن مان اهو اسم ٺهيو آهي.

نيست اينها بر خدا اسم عَلَم

که سيه کافور دارد نام هم

ترجمو: ”هيءُ نالو فقط خدا جي سڃاڻپ جي لاءِ نه آهي، ڇاڪاڻ ته شيديءَ جو نالو ڪافور به هوندو آهي.“

حبش جي رهڻ واري جو نالو ڪافور رکيو ويندو آهي، حالانڪ ان شيدي ۾ نه ڪافور جھڙي سفيدي هوندي آهي، نه خوشبوءِ.

الله تعاليٰ جا نالا ان جي قديم صفتن مان ٺهيا آهن، جن ۾ انهن صفتن جون معنائون موجود آهن. سميع سمع جي صفت مان ٺهيو آهي ۽ ان ۾ قُوتِ سماع موجود آهي. اهڙيءَ طرح عليم صفتِ علم مان ٺهيو آهي. الله تعاليٰ صفتِ علم سان مُتّصِف آهي. فلسفي الله تعاليٰ کي علتِ اوليٰ قرار ڏين ٿا ۽ ان مان فقط معلول اول جو ثبوت بطريقِ وجوب مڃين ٿا.

مولانا فرمائي ٿو ته، حضرتِ حق علتِ اوليٰ وانگر نه آهي جو ان سان فقط معلول اول جو تعلق هجي ۽ اهو به برسبيلِ وجوب پر سيني شين جو فقط اهوئي خالق آهي ۽ پنهنجي سيني صفتن سان مُتصف آهي ۽ اهو سڄي ڪائنات جي علت آهي ۽ ان جي صفتن جو تعلق به سڄي ڪائنات سان آهي، جيڪڏهن الله تعاليٰ کي ان صفت سان متصف نه مڃيو وڃي، جنهن مان اسم وصفي ٺهيو آهي ته اهو محض تمسّخر ٿيندو. ٻوڙي کي سميع ۽ انڌي کي ضياء چوڻ مذاق آهي.

طِفلک نوزاده را حاجی لقب

یا لقب غازی نہی بہر نسب

ترجمو: ”ڪو شخص نئين پيدا ٿيل ٻار جو لقب نسب جي ڪري حاجي يا نمازي (پلي) رکي ڇڏي (مناسب آهي)“

پيءُ جي نسبت سان حاجي يا غازي هجڻ جي ڪري ڪنهن ٻار جو نالو حاجي يا غازي فقط سڃاڻپ جي لاءِ رکڻ ۾ ڪو حرج نه آهي پر جيڪڏهن ان ٻار جي تعريف ۾ اهڙا لفظ چيا وڃن جنهن ۾اها صفت نه آهي ته اهو محض هڪ مذاق ٿيندو.

من همی دانستمت پیش از وصال

که نکو روئی و لیکن بدخصال

ترجمو: ”آئون تنهنجي ٻاري ۾ ملاقات کان پهريان ڄاڻي ويئي هُيس ته صورت جو سهڻو آهين پر تنهنجا لڇڻ سٺا ناهن.“

معشوقه عاشق کي چيو ته، آئون ملاقات کان پهريان سمجهي ويئي هيس ته تون پڪو بدبخت آهين. جيئن ته ڪنهن شيءِ جو مشاهدو ئي علم لاءِ ضروري ناهي، ان شيءِ جي آثارن مان به علم حاصل ٿي ويندو آهي. اکيون ڏُکڻ مهل ڳاڙهيون ٿي وينديون آهن. جيتوڻيڪ ڳاڙهاڻ کي انسان پاڻ ڪونه پيو ڏسندو آهي، پر سُورَ مان سمجهي ويندو

آهي تہ اکيون ڳاڙهيون آهن.

تو مرا چوں برّہ دیدی بے شُباں
تو گماں بردی ندارم پاسباں

ترجمو: "تو مون کي ڇانگان ڇڳل ڇيلڙو سمجهيو، تو ڀانيو تہ منهنجو ڪو نگهبان نہ آهي."

معشوق ان نياڳي عاشق کي چيو تہ، تو مون کي ٻنا ڌراڙ جي ڇيلڙو سمجهيو ۽ مون کي نگهبان کان سواءِ ڄاتو. نظربازن جو روئڻ انهن جي گناهن جي سزا آهي.

حارِسے دارم کہ ملکش می سزد
داند آں بادی کہ بر من می وزد

ترجمو: "منهنجو نگهبان هو آهي جنهن کي حڪومت سونهي ٿي. هو ان هوا کي بہ ڄاڻي ٿو جيڪا مون تي هلي ٿي.

منهنجو مُحافظ اهو خدا آهي جيڪو عليم ۽ خبير آهي. هو ان هوا کي بہ ڄاڻي ٿو جيڪا مون مٿان لنگهي ٿي. تنهنجو نفس شهوت پرست آهي، جنهن ۾ روح جو ڪو نور نہ آهي ۽ اهو الله جي معاملي ۾ انڌو ۽ ٻوڙو آهي. تون ائين سالن کان منهنجي فراق ۾ آهين، پر آئون سمجهان ٿي تہ تون جهالت ۽ ناداني مان پريل آهين. انهيءَ ڪري مون تنهنجي ڪا پرواه ڪونہ ڪئي. جيڪو شخص خود تباهي جي ٻنيءَ ۾ ڪِريل هجي، ان جو احوال معلوم ڪرڻ بيوقوفي آهي.

**دنيا ٻنيءَ، تقويٰ حمام ۽ مالدار ان ۾ ڇيٽا وجهڻ وارا آهن**

حمام ۾ پاڻي گرم ڪرڻ جي لاءِ چُلهہ يا ڀَٺي بنائي ويندي آهي، جنهن ۾ گند ڪچرو ۽ ڇيٽا ٻاريا ويندا آهن. حمام جا خدمتگار ان ٻنيءَ ۾ ڇيٽو وغيره آڻي وجهندا آهن. ٻني گندي رهندي آهي. حمام ۾ وهنجڻ وارا پنهنجي بدن جي مَر ۽ مٽي صاف ڪري نڪرندا آهن. دنيا جو مال ٻنيءَ جي ٻارڻ وانگر آهي ۽ دنيادار ٻني روشن ڪرڻ وارن وانگر ۽ متقي حمام ۾ وهجڻ وارن وانگر آهن.

شہوتِ دنیا مثالِ گلخن ست
کہ ازوُ حمامِ تقوی روشن ست

ترجمو: "دنيا جي شهوت ٻنيءَ جهڙي آهي، جنهن مان پرهيزگاري جو حمام روشن آهي."

متقي هن دنيا جي حمام مان پاڪ ۽ صاف ٿي نڪرندو آهي. دنيادارن ۾ دولت جو حرص نہ هجي ها تہ اها ٻني گرم نہ ٿئي ها. هڪ مسلمان جو ڪم هيءَ آهي تہ، اهو ٻنيءَ جو رخ نہ ڪري، حمام ۾ داخل ٿئي. دنيادارن تقويٰ وارن کي دنيا جي ڪمن کان فارغ ڪري ڇڏيو آهي، ورنہ انهن کي خود مصروف ٿيڻو پوي ها، ڇڻ دنيادار متقين جا خدمتگذار ۽ خادم آهن. تقويٰ جا نشان چهري تي نُمايان ۽ ظاهر هوندا آهن. دنيادارن جا احوال انهن جي نشانين مان سڃاتا ويندا آهن. جيڪڏهن توهان ۾ اها استعداد نہ آهي جو دنيادارن جي چهري مان انهن جا احوال پڙهو ۽ سندن عادتن ۽ احوالن کي سمجهو، تہ پوءِ انڌي وانگر بوءِ سُڃاڻو.

گر نداری بو در آریش در سخن
از حدیثِ نو بداں رازِ کہن

ترجمو: "جيڪڏهن توکي سنگهڻ نہ ٿو اچي تہ ان سان ڳالهاءِ، نئين ڳالهہ مان پراڻو راز سمجهہ."

انڌو جيئن ته ڪونه ڏسندو آهي، اهو خوشبوءِ سان شيءِ جي حقيقت کي سمجهي وٺندو آهي، جيڪڏهن توهان سندن عادتن سان انهن جي احوالن کي سمجهڻ جي استعداد نٿا رکو ته پوءِ انهن جي گفتگوءَ مان سندن احوال سمجهو. مالدار، دنيادار چوندو ته اڄ مون ويهه ٽوڪرا ڇيڻو ڪمايو. حرص مان به اهڙا ئي شعلا پيدا ٿيندا آهن جهڙا ڇيڻي جي دونهين مان ٿيندا آهن. عقلمندن وٽ سون ۽ ڇيڻو برابر آهن. ڇاڪاڻ ته سون حرص جي باهه کي اهڙي طرح فروغ ڏيندو آهي، جهڙيءَ طرح ڇيڻو باهه کي وڌائيندو آهي ۽ انهن جو حرص جي باهه کي فروغ ڏيڻ دنيادارن جي ڪشش جو سبب آهي.

آفتابے کہ دم از آتش زند
چرکِ تر را لائق آتش کند

ترجمو: "سج جيڪو باهه کي تيز ڪندو آهي، آلي ڇيڻي کي باهه جي لائق بنائيندو آهي."

سج جي گرمي ئي آلي ڇيڻي کي خشڪ ڪري باهه ۾ ٻرڻ جهڙو بنائيندي آهي. سج ئي پٿر کي گرمائي ان جي رڳن ۾ سون پيدا ڪندو آهي، تان ته اهو سون حرص جي بڻيءَ ۾ پهچي ڪري حرص جي شعلن کي وڌائي. جيڪڏهن دنيادار ائين ٿو سمجهي ته هن مال جمع ڪيو آهي ته اهو غلط آهي. هُن حقيقت ۾ حرص جي باهه لاءِ ڇيڻو گڏ ڪيو آهي. ڇيڻو گڏ ڪرڻ جيتوڻيڪ ڪا فخر جي ڳالهه نه آهي پر بڻيءَ وارا فخريه انداز ۾ هڪ ٻئي جي مقابلي ۾ چوندا آهن ته جيڪڏهن تو ڇهه ٽوڪرا ڇيڻو گڏ ڪيو آهي ته مون ويهه ٽوڪرا گڏ ڪيا آهن. اها ئي حالت دنيادارن جي آهي. جنهن جي نشونما بڻيءَ جي ماحول ۾ ٿي آهي، ان جي لاءِ ڇيڻي جي بدبوءِ وڻندڙ هوندي. جيڪڏهن توهان ان کي مشڪ سنگهائيندا ته ان سان ڪيس تڪليف پهچندي.

جيڪڏهن توهان به ساڻس بڻيءَ جي ڪاروبار ۾ شريڪ ٿي ويندا ته نقصان کان سواءِ ڪجهه فائدو حاصل ڪري نه سگهندا. دنيادارن جي صحبت ۾ توهان جي به اها ئي حالت ٿي ويندي، جيڪا انهن دنيادارن جي آهي.

**کَلَ رڱڻ واري جو قصو جيڪو بازار ۾ عطر جي خوشبوءَ سببان بيهوش ٿي ويو**

هن قصي ٻڌائڻ جو هي مقصد هيءَ آهي ته جهڙي صحبت هوندي آهي، اهڙيءَ طرح جون عادتون پئجي وينديون آهن.

چمڙي رڱڻ وارو، ڪنهن ڪم سان عطر واري بازار ۾ ويو ته بيهوش ٿي ڪري پيو. ماڻهو مڙي ويا، ڪو ان جي دل تي هٿ رکي پيو، ڪو مٿس گلاب جو پاڻي ڇنڊڪاري پيو ته، ڪو سندس هٿ ۽ پير مهٽي پيو. ته ڪو ان کي سُڪل مِٽي سونگهائي پيو، ڪو اگر ۽ ڳُڙ جو دُونهون ڪري پيو، ته ڪو ان جا ڪپڙا لاهي مٿانئس وزن هلڪو ڪري پيو. هڪ عقلمند ان جي نبض چڪاسي ڏسي پيو ته، ڀنگ پيتي اٿس يا ٻيو ڪو مرض اٿس. نيٺ ان جي عزيزن کي اطلاع ڏنائون ته، توهان جو همراه فلاڻي جاءِ تي بيهوش ٿيو پيو آهي.

چمڙي رڱڻ واري جو هڪ ڀاءُ هو، جيڪو روئيندو جلد اچي پهتو. هو ڪتي جو گونهن به ڪنيو آيو، ڇاڪاڻ ته چمڙي رڱڻ واري جي ڀاءُ ڄاتو ٿي ته ڀاڻس جو دماغ بدبوءَ جو عادي آهي، ڇو ته هيءُ رات ڏينهن سڙيل چمڙو رڱيندو آهي. انهيءَ ڪري بدبوءِ جو عادي آهي. لامحاله خوشبوءِ هن کي تباه ڪندي.

پس چنیں گفت ست جالینوس مہ
آنچہ عادت داشت بیمار آتش دہ

ترجمو: "انهيءَ ڪري جالينوس اعظم چيو آهي ته جنهن شيءِ جي بيمار کي عادت آهي اها ڏجي."

جالينوس يونان جو مشهور حڪيم ٿي گذريو آهي. ان چيو آهي ته مريض جي طبيعت مطابق دوا تجويز ڪريو. عام طور تي خلافِ عادت حادثي مان مرض پيدا ٿيندو آهي، پوءِ مزاج مطابق دوا ڏيڻ سان مرض زائل ۽ ختم ٿي ويندو آهي. چيڙا چونڊڻ وارن جو علاج چيڙي سان ئي ڪيو ويندو. جيڪڏهن اُن کي گلاب سنگهائيندا ته بيهوش ٿي ويندو. قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي ته: اَلْخَبِيْثٰتُ لِلْخَبِيْثِيْنَ وَ الْخَبِيْثُوْنَ لِلْخَبِيْثٰتِ ۚ وَ الطَّيِّبٰتُ لِلطَّيِّبِيْنَ وَ الطَّيِّبُوْنَ لِلطَّيِّبٰتِ ۚ (النور: 26) عام طور مفسرين فرمايو آهي ته ناپاڪ عورتون ناپاڪ مردن جي لاءِ آهن ۽ ناپاڪ مرد ناپاڪ عورتن جي لاءِ آهن. پاڪ عورتون پاڪ مردن جي لاءِ آهن ۽ پاڪ مرد پاڪ عورتن لاءِ آهن. مولانا الخبيثان مان بُريون عادتون ۽ الطّيبَات مان پاڪيزه اخلاق مراد ورتا آهن.

ناصحان اورا بعنبر یا گلاب
می دوا سازند بهر فتح باب

ترجمو: ”نصيحت ڪرڻ وارا عنبر يا گلاب سان ان جو علاج ڪندا آهن (هدايت جي) دروازي کولڻ لاءِ“

خراب ۽ بدمزاج ماڻهن جي نصيحت لاءِ ناصح سُٺيون ڳالهيون ٻڌائين ٿا، جيڪي انهن جي عادت مطابق نه آهن، انهيءَ ڪري نصيحت ڪارگر نٿي ٿئي. عمده نصيحتون خبيثن جي مزاج مطابق نه آهن. چاڪاڻ ته وحي جو عطر انهن جي دماغ موافق نه آهي. اهي اِن نصيحت کان گهبرائن ٿا ۽ وعظ و نصيحت انهن کي ڳرا لڳن ٿا.ڪافر ته انبيائن کي به ڌمڪيون ڏيندا هئا. ڪافرن انبيائن کي چيو ته، اسان جي پرورش راند روند ۾ ٿي آهي. اسان جو مزاج نصيحت سان ميل نٿو رکي، اوهان جي نصيحت سان اسان جي دل خراب ٿئي ٿي. انهن ڪافرن تي افسوس آهي. اهي پنهنجي بيماريءَ ۾ وڌيڪ اضافو ڪري رهيا آهن ۽ عقل جو علاج آفيم سان ڪري رهيا آهن، جيڪو خود عقل کي خراب ڪري ٿو. مولانا فرمائي ٿو ته، انهن ڪافرن کي سندن حالت تي ڇڏيو، چمڙي رڱڻ وارو جيڪو بيهوش پيو آهي، ان جي قصي کي پورو ڪريو.

**چمڙي واري جي پاءُ جو علاج ڪرڻ**

چمڙي رڱڻ واري جي پاءُ ماڻهن کي اتان هٽايو، تان ته ڪوبه ان جي علاج کان واقف نه ٿي سگهي، هُن پنهنجو منهن ڀاڻس جي ڪن تي اهڙي طرح رکيو تان ته ماڻهو سمجهن ته ڪن ۾ ڪا دعا پڙهي رهيو آهي. جڏهن ته هُن لڪ ۾ ڀاڻس جي نڪ تي ڪُتي جو پاخانو لڳائي ڇڏيو. ڀاڻس جڏهن بدبوءِ سونگهي ته ڪيس هوش اچڻ شروع ٿيو. ماڻهو حيران ٿي ويا ته عجيب منتر هو جو ڪن ۾ ڦوڪڻ سان ئي همراه کي هوش اچڻ لڳو آهي.

مڪارن ۽ ٺڳن کي بزرگن جا قصا ٻڌايو ته ڪين مزو ڪونه ايندو. ها باقي زنا، عشق ۽ محبت جي داستانن سان خوش ٿيندا.

ہر کرا مشکِ نصیحت سود نیست
لا جرم بابوی بدخو کرد نیست

ترجمو: ”جنهن کي نصيحت جي مُشڪ مان فائدو نه آهي، پڪ ڄاڻو ته هو بدبوءَ جو هيراڪ آهي.“

سُٺيون ڳالهيون جنهن جي مزاج مطابق نه هجن ته يقينن هن پاڻ کي بُرين ڳالهين تي هيرائي ڇڏيو هوندو. قرآن پاڪ ۾ آهي اِنَّمَا الْمُشْرِكُوْنَ نَجَسٌ (التوبه:28) ”مشرڪ پليت آهن.“ جيئن ته انهن ماڻهن جي نشونما گندي ماحول ۾ ٿي آهي، انهيءَ ڪري قرآن پاڪ انهن کي نجس چيو آهي. جيڪو ڪيڙو ڇيڻي ۾ پيدا ٿيندو آهي، عنبر سنگهائڻ سان ان جو مزاج ڪونه بدلبو. جيئن حديث شريف ۾ آهي ته: اِن الله خلق الخلق في ظلمت ثم رشي عليهم من نوره فمن اصاب من

ذالك النورِ فَقَدا هتدیٰ وَمن اخطاَ فَقَدْ غَویٰ. ”بيشڪ الله تعاليٰ مخلوق کي اونداهيءَ ۾ پيدا فرمايو، پوءِ ان تي پنهنجو نور ڇـ ڪاريائين، پوءِ جنهن تي اهو نور پيو، اُن هدايت لڌي ۽ جنهن تي اهو نور نہ پيو اهو گمراهہ ٿيو.“

درزرشِ نور حق قیمش داد
ہچو رسمِ مصر سرگیں مرغ زاد

ترجمو: ”جيڪڏهن الله تعاليٰ اُن کي نور جي چنبڪار مان حصو ڏنو تہ مصرين جي رواج مطابق چيٽي ڪُڪڙ پيدا ڪيو.“

مصر جا ماڻهو آني کي چيٽي ۾ ڍڪي ڇڏيندا آهن، پوءِ وقت تي ان مان ٻچو ڪڍندا آهن، هي انهن جو هڪ تعجب انگيز طريقو هو. پوءِ گندي ماحول ۾ ڪنهن ٻلي جو پيدا ٿيڻ بہ ائين تعجب خيز آهي. گندي ماحول ۾ پيدا ٿيل نيڪ انسان ڏاڍو راسخ العمل هوندو آهي.

تو بداں مانی کزاں نورِ تہی
زانکہ بینی بر پلیدی می نہی

ترجمو: ”تون بہ اُن (چمڙي رڱڻ واري) وانگر آهين جو ان نور کان خالي آهين، ڇاڪاڻ تہ پليديءَ تي نڪ رکين ٿو.“

معشوقہ عاشق کي چيو تہ تون بہ اُن چمڙي رڱڻ واري وانگر آهين، انهيءَ ڪري گندگيءَ جو عادي آهين. فراق جي گرميءَ کان تون هيڏو پنو ٿي ويو آهين، پر پڪل ميوو نہ بنجي سگهين. تنهنجو مثال ائين آهي جيئن دونهين سان ديڳ تہ ڪاري ٿي ويئي، پر گوشت ڪچو ئي رهيو. مون توکي اتن سالن تائين فراق ۽ جدائي جي باهہ ۾ جوش ڏنو پر تنهنجي خاميءَ ۾ ڪا پختگي پيدا ڪونہ ٿي، جيڪڏهن هزار دفعا توکي جوش ڏنو وڃي، پوءِ بہ تنهنجي خامي ختم ڪونہ ٿيندي. انگور پچڻ ڪانپوءِ مُنقيٰ ۽ ڊاک بنبو آهي، پر جيڪو انگور جو ڇُڳو خراب ٿي وڃي. اهو گرميءَ سان بہ ڪونہ پچندو آهي.

### عاشق طرفان معافي وٺڻ

هاڻي عاشق مڪاريءَ سان عذرخواهي ڪئي ۽ پنهنجي فعل جي غلط توجيہ ڏيڻ لڳو پر معشوقہ ان کي بہ سمجهي ورتو.

گفت عاشق امتحاں کردم مگیر
تابہ بینم تو حریفی یا ستیر

ترجمو: ”عاشق چيو، معاف ڪر، آئو نآزمائي رهيو هوس، تان تہ سمجهان تہ تون يار مجلس آهين يا پرده نشين آهين.“

عاشق چيو تہ، مون چُمي ڏيڻ جو ارادو اِن ڪري ڪيو هو تہ توکي آزمايان تہ تون برائي تي راضي ٿئين ٿي يا پاڪ دامن آهين. جيتوڻيڪ آئون توکي نيڪ ئي سمجهندو هوس پر وڌيڪ امتحان جي لاءِ ائين ڪري رهيو هوس، تنهنجي نيڪي روز روشن وانگر ظاهر آهي، پر آزمائڻ سان ان ۾ ڪو فرق نٿو پوي. دُشمنن نبين کي بہ آزمايو ۽ انهن کان معجزا گهريا تہ پاڻ انهن جي نبوت اجا وڌيڪ پڪي ٿي ويئي.

تو ۽ مون ۾ اتحاد آهي، تنهنجو امتحان حقيقت ۾ منهنجو امتحان آهي. ان ۾ تنهنجي ناراض ٿيڻ جي ڪا ڳالهہ نہ آهي، امتحان سان حقيقت ۾ مون پنهنجي اک کي آزمايو، ان ۾ تنهنجي ناراضگي اجائي آهي.

امتحانِ چشمِ خود کردم بہ نور
ایکہ چشم بد ز چشمانِ تو دُور

ترجمو: ”مون روشنيءَ جي ذريعي پنهنجي اک جو امتحان ورتو، اي (محبوبہ) تنهنجي اک کان بدنظر پري هجي.“

هن خراب جهان ۾ تون خزانو آهين. جيڪڏهن خزاني جي ڳولا ڪئي وڃي ته ان ۾ ڪو عيب نه آهي. اها منهنجي بيهودگي اِن لاءِ هئي ته امتحان ڪان پوءِ دشمنن جي اڳيان تنهنجي نيڪيءَ جو اظهار ڪري سگهان، جڏهن آئون زبان سان تنهنجي تعريف ڪريان ته اک چشم ديد شاهدي ڏي، جيڪڏهن مون تنهنجي آبرو ريزي ڪئي آهي ته تلوار حاضر آهي ۽ ڪفن پائي آيو آهيان، مون کي قتل ڪري ڇڏ، تلوار سان قتل ڪجئين، جدائي سان قتل نه ڪجئين. پنهنجي هٿ سان قتل ڪج، بئي ڪان قتل نه ڪراءِ، ڇاڪاڻ ته آئون تنهنجي ملڪيت آهيان، بئي جي هٿ جي ملڪيت نه آهيان. خدا جي واسطي جدائيءَ جي ڳالهه نه ڪر، بيو جيڪي وڻيئي سو ڪر . آئون پنهنجا بيا عذر به بيان ڪري سگهان ٿو، پر وقت تنگ آهي.

پوستها گفتیم و مغز آمد دفین
گر بمانیم این بماند ہمچنیں

ترجمو: "اسان کل ۽ ڇلڪا يعني مٿاڇرو بيان ڪيو آهي، مغز ته لِڪو پيو آهي، جيڪڏهن اسين ايئن رهياسون ته اهو به اهڙي طرح رهجي ويندو."

عاشق چوي ٿو ته، معذرت ۾ ڪجهه ظاهري ڳالهيون مون چيون آهن، پر اجا حقيقت جو پورو اظهار نه ڪري سگهيو آهيان، جيڪڏهن اها منهنجي غلطي آهي ته هاڻي ان کي معاف ڪر، هاڻي آئون پنهنجي فعل تي ندامت جو اظهار ڪريان ٿو. مون کي معاف ڪر.

**معشوق جو عاشق جي عذر کي رد ڪرڻ**

عقلمندن جي اڳيان عقلي دليل پيش ڪرڻ بيوقوفي آهي، تنهنجي هر مکر ڪان اسين واقف آهيون، جيڪڏهن اسين بنده نوازيءَ جي ڪري چشم پوشي ڪري رهيا آهيون ته توکي بيحيائيءَ ڪان ڪم نه وٺڻ گهرجي. انسان کي پنهنجي پيءُ حضرت آدمؑ ڪان معافيءَ جو طريقو سکڻ گهرجي. حضرت آدمؑ ڪان جيئن ئي غلطيءَ جو ارتڪاب ٿيو ته حيلا بهانا ڪرڻ بدران فوراً معافي جي لاءِ اُٿيو ۽ غم جي ڦُلهيار تي ويهي رهيو. بهانه بازي ۾ هڪ بهاني ڪان بي بهاني ڏانهن منتقل ڪونه ٿيو.

رَبَّنَا اِنَّا ظَلَمْنَا گفت و بس
چونکه جاندارال بدید از پیش و پس

ترجمو: "پوءِ هُنن جڏهن پنهنجي اڳيان پويان ملائڪ ڏٺا ته چيو ته اي اسان جا رب! اسان ظلم ڪيو آهي!"

کہ ہلا پیشِ سلیمانؑ مُور باش
تانہ بشگافد ترا ایں دور باش

ترجمو: "خبردار! سليمان جي اڳيان ماڪوڙي بنجي وڃ، تان ته توکي اهو بيانو نه ڦاڙي."

ملائڪ چوندا هئا ته: حضرت سليمانؑ يعني خدا جي اڳيان ماڪوڙي يعني حقير بنجي وڃو، ورنه اهو نيزو ماري وجهندوَ. جنهن کي بصيرت جي نگاه حاصل نه آهي، جيڪڏهن اهو توبه به ڪري ٿو ته ان تي قائم نٿو رهي. حضرت آدمؑ کي چشمِ بصيرت حاصل هئي، پر قضاءِ خداوندي جي اڳيان مجبور ٿي ويو ۽ گناه ڪري ويٺو. چشمِ بصيرت وارو گناهن ۾ گهٽ مبتلا ٿيندو آهي. جيڪڏهن بصيرت جي اک نه آهي ته پوءِ ان جو انڌپڻ هر وقت ان کي مصيبت ۾ مبتلا ڪندو رهندو آهي. پوءِ ان جي هيءَ حالت هوندي آهي جو هو اهو به نه سمجهندو آهي ته، ان مصيبت جو سبب اندروني آهي يا بيروني! جيئن انڌي تي مُشڪ ڇنڊڪاريو ته به سمجهندو ته بئي ڪنهن جي بدن جي خوشبوءِ آهي،

ڪنهن جو ڪو هِن تي احسان نہ آهي. خدا ڪنهن کي اکيون عطا فرمائي تہ اِهي اُن جي تربيت ڪرڻ ۾ سوين ماڻهن ۽ پئسن کان بہ بهتر آهن ۽ بُرائي کان ان کي بچائي سگهن ٿيون. دل جون اکيون جسماني اکين کان ڪيترا درجا افضل ۽ وڏيڪ آهن.

اے دریغا رہزناں بنشستہ اند

صد گرہ زیر زبانم بستہ اند

ترجمو: "هاءِ افسوس! چور ويٺا آهن، جن منهنجي زبان هيٺان سوين ڳنڍيون ڏئي ڇڏيون آهن."

هن جاءِ تي پهچڻ کان پوءِ مولانا تي هيءَ ڪيفيت طاري ٿي وئي آهي. اسرار ۽ راز بيان ڪرڻ باوجود انهن کي ناڪافي سمجهي ٿو، جو فرمائي پيو تہ افسوس! رازن بيان ڪرڻ جي لاءِ گهڻيون رڪاوٽون اچي ويون آهن. تيز رفتار گهوڙي جا جيڪڏهن پير ٻڌي ڇڏجن تہ ان جي خوش رفتاري ختم ٿي ويندي آهي. اسرار ۽ حڪمتون بمنزلہ موتيءَ جي آهن ۽ الله تعاليٰ جي غيرت انهن جي لاءِ بمنزلہ ڇڪي ۽ جنڊ جي آهي. خدا جي غيرت انهيءَ کي پيڻهين ڇڏي ٿي. موتي جيڪڏهن ٽُٽي ۽ پيسجي بہ وڃي تہ بہ ان جو سُرمون اکين کي روشن ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح راز ۽ حڪمتون جيڪڏهن پوري طرح بيان نہ ٿي سگهن تہ بہ فائدي کان خالي نہ آهن. موتين جو ٽُٽڻ زياده قابل افسوس نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي بهرحال سفيد رهندا آهن. مون کي ٽُٽل رازن ۽ حڪمتن کي جوڙڻو آهي. اميد آهي تہ الله تعاليٰ انهن کي صحيح حالت ۾ ڪندو، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ بي نياز آهي.

ڪڻڪ پيسجڻ کانپوءِ بہ قيمتي اٽو بنجي ڪري ماني پچائڻ جي ڪم ۾ ايندي آهي. عاشق جو فرض آهي تہ اهو پنهنجي خطا تي ندامت جو اظهار ڪري ۽ سٽيون ڳالهيون نہ بنائي. صحيح اولاد جو فرض آهي تہ اهو پيءُ جي بهترين سيرت اختيار ڪري. حضرت آدمؑ پنهنجي لغزش تي "اِنَا ظَلَمْنَا "چوڻ شروع ڪيو هو. بني آدم لاءِ بہ اهو ئي مناسب آهي. شيطان پنهنجي غلطيءَ تي اصرار ڪيو تہ: خَلَقْتَنِىْ مِنْ نَّارٍ وَّ خَلَقْتَهٗ مِنْ طِيْنٍ (الاعراف: 12) "تو مون کي باھ مان پيدا ڪيو آهي ۽ آدمؑ کي مٽيءَ مان!" جيڪڏهن تو وٽ شيطان واري سخت روئي ۾ عيب لڪائڻ آهي تہ تون بہ ائين ئي ڪر، پوءِ ڏس تہ تنهنجو انجام بہ اهو ئي ٿيندو جيڪو ان جو ٿيو.

ابوجهل حضور ﷺ کان معجزو طلب ڪيو هو، ان تي حضور ڪريم ﷺ کان شق القمر (چنڊ چيرجڻ) جو معجزو رونما ٿيو پر ابوجهل کي معجزي ڏسڻ فائدو ڪونہ ڏنو. ٻئي طرف حضرت ابوبڪر صديقؓ ڪڏهن بہ معجزو طلب ڪونہ ڪيو ۽ چيائين تہ هِن مُنهن (وات) مان ڪڏهن بہ ڪوڙ نٿو نڪري سگهيءَ تصديق ڪيائين. مطلب تہ امتحان وٺڻ عاشقن جو ڪم نہ آهي، اهو تہ مخالفت جو دليل آهي.

**اميرالمومنين حضرت عليؓ کي هڪ يهوديءَ جو خدا جي حفاظت تي ڀروسي جو ثبوت ڏيڻ لاءِ چوڻ ۽ حضرت جن جو جواب**

اُن يهوديءَ جي چوڻ جو مطلب هي هو تہ حضرت عليؓ الله کي آزمائي. حضرت عليؓ کيس جواب ڏنو تہ اسان کي الله تعاليٰ جي آزمائڻ جو ڪو بہ حق نہ آهي.

مرتضیؓ را گفت روزے یک عنود

کو ز تعظیم خدا آگہ نبود

ترجمو: "هڪ سرڪش هڪڙي ڏينهن علي مرتضيٰؓ کي چيو، جيڪو خدا جي تعظيم کان واقف ڪونہ هو..."

حضرت عليؓ کي چيائين تہ، جيڪڏهن توهان کي هيءُ يقين آهي تہ الله تعالي توهان جي حفاظت ڪري ٿو تہ

ڪنهن بلند قلعي يا اونچي جاءِ تان پنهنجو پاڻ کي ڪيرائي ڏسو؟ حضرت عليؓ فرمايو، هائو، مون کي يقين آهي ته اهو منهنجو محافظ آهي. يهوديءَ چيو ته، پنهنجو پاڻ کي مٿانهين جاءِ تان ڪيراءِ تان ته مون کي به ان جو يقين اچي وڃي ته توکي پنهنجي اعتقاد تي ڀروسو آهي.

حضرت عليؓ فرمايو، الله تعاليٰ کي آزمائڻ الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ گستاخي آهي، جيڪا تباهيءَ جو سبب بنبي آهي. آزمائڻ جو حق الله تعاليٰ کي آهي، تان ته اهو ٻانهن کي هيءُ ڏيکاري ته توهان جو عقيدو حقيقت ۾ ڇا آهي؟ حضرت آدمؑ جڏهن لغزش ڪئي، تڏهن اهو ڪونه فرمايائين ته مون اي خدا، تنهنجو حِلم ۽ بردباري آزمائڻ جي لاءِ ڀُل ڪئي آهي. حضرت آدمؑ لغزش ڪري هيءُ ڪونه چيو ته مون ڀُل هِن ڪري ڪونه ڪئي آهي ته تنهنجي بردباريءَ کي آزمايان.

**هڪ عاجز ٻانهو الله تعاليٰ جو ڪهڙو امتحان وٺي سگهي ٿو!؟**

انسان کي خود پنهنجي باري ۾ ڪجهه معلوم نه آهي. پهريان خود ان کي پنهنجو امتحان وٺڻ گهرجي. جڏهن انسان خود پنهنجو امتحان وٺندو ته ڪيس ٻين جي امتحان وٺڻ جي فرصت ئي ڪونه ملندي. جڏهن تون چاٽي وٺندين ته تون جنت جي قابل آهين، تڏهن تون سمجهي ويندين ته جنتي آهين. الله تعاليٰ امتحان کان پوءِ انعام جو مستحق قرار ڏئي ٿو. امتحان کان سواءِ ڪنهن باعزت کي ذليل نٿو ڪري. قيمتي موتين کي ڪوبه عقلمند پاخاني ۾ ڪونه ٿو اڇلي ته پوءِ الله تعاليٰ نيڪن کي دوزخ ۾ ڪيئن موڪليندو؟ ڪٽڪ کي ڪوبه عقلمند ٻُهه ۾ ڪونه اڇلائيندو. جڏهن وڏن جو امتحان وٺڻ خراب ڳالهه آهي ته پوءِ طالب جو عارف ڪامل کان امتحان وٺڻ به بيوقوفي آهي. ڇاڪاڻ ته طالب، عارف ۽ استاد جي اڳيان هڪ ذري برابر آهي. پنهنجي اندازي سان ساهمي ٺاهيندو آهي. عارف ان تارازيءَ (ساهميءَ) ۾ ڪيئن سمائجي سگهي ٿو؟ يقينن اها ساهمي ٽٽي ويندي.

عارف جو امتحان وٺڻ ڇڻ ته ان تي تصّرف ڪرڻ آهي. عارف ۽ سچي سونهين ئي هن کي ڪشف ۽ تصوف سيکاريو آهي ۽ منجهس قوتِ تصرف ۽ ڪشف عارف جا نقشَ آهن. نقشُ نقاش جو ڪهڙو امتحان وٺي سگهن ٿا؟ جيڪڏهن ڪشف جي ذريعي ان جي مقام کي آزمائي ٿو ته اِهو ڪشف به عارف ڪامل جو ئي عطا ڪيل آهي. اِهو ڪشف اُستاد جي مقابلي ۾ گهٽ آهي. عارف ڪامل کي آزمائڻ جو وسوسو به دل ۾ اچڻ طالب جي تباهيءَ جو سبب آهي، جڏهن طالب جي دل ۾ اهڙي قسم جا وسوسا پيدا ٿين ته ڪيس فوراً توبهه ڪرڻ گهرجي ۽ الله تعاليٰ کان پنهنجي ان گستاخيءَ جي معافي وٺڻ گهرجي، جڏهن مريد ۾ اهڙا وسوسا اچن ته سمجهي وٺي ته ان جي دين تي تباهي جا آثار ظاهر ٿي ويا آهن.

*آں زماں کِت امتحاں مطلوب شد*
*مسجدِ دینِ تو پر خرّوب شد*

ترجمو: ”جنهن وقت امتحان ڪرڻ تنهنجو مقصد بڻيو، تنهنجي دين جي مسجد خروب گاهه سان ڀرجي وئي.“

خروب هڪ قسم جو گاهه آهي، جنهن جو ڪنهن جاءِ تي ڦُٽڻ اِن جي تباهي جي نشاني آهي. جيئن ته اڳين شعرن ۾ مولانا فرمايو هو ته، تنهنجي دين جي مسجد ۾ خروب گاهه ڦُٽو آهي، تڏهن مولانا جو ذهن مسجدِ اقصيٰ ڏانهن منتقل ٿي ويو، جنهن ۾ خروب گاهه ڦُٽو هو.

**حضرت دائودؑ جو مسجد اقصيٰ کي تعمير ڪرڻ جو قصو:**

مسجد اقصيٰ ۾ خروب جي ڦٽڻ جو بيان ۽ حضرت دائودؑ جو حضرت سليمان کان اڳ ۾ مسجد کي تعمير ڪرڻ جو قصو

چوں در آمد عزمِ داؤدی بہ تنگ
کہ بسازد مسجدِ اقصیٰ بسنگ

ترجمو: ”جڏهن اهو دائودي ارادو پختو ٿي ويو تہ مسجد اقصيٰ جي تعمير پٿرن سان ڪري.“

حضرت سليمانؑ کان اڳ ۾ حضرت دائودؑ مسجد اقصيٰ جي تعمير جو ارادو ڪيو هو. الله تعاليٰ حضرت دائودؑ کي مسجد اقصيٰ جي تعمير کان روڪي ڇڏيو ۽ فرمايائين تہ اسان جي تقدير ۾ تون هن کي تعمير نہ ڪري سگهندين. حضرت دائودؑ الله تعاليٰ کي عرض ڪيو: منهنجي ڪهڙي خطا آهي جو مون کي مسجد جي تعمير کان روڪيو پيو وڃي؟ حضرت دائودؑ جڏهن انتهائي سُريلي انداز ۾ زبور پڙهندو هو تہ گهڻا ٻڌڻ وارا مري ويندا هئا.

حضرت دائودؑ فرمايو تہ: آئون زبور پڙهڻ وقت جوش ۽ عشق خداونديءَ ۾ مغلوب ٿي ويندو آهيان ۽ دستِ قدرت سان منهنجا هٿ ٻڌل هوندا آهن.

جيڪو بادشاه جو مجنون هوندو آهي، اهو قابلِ رحم ۽ فاني هوندو آهي، ان تي ڪا بہ گرفت ڪونہ هوندي آهي. الله تعاليٰ فرمايو: اي مغلوب، تون معدوم ناهين، فقط پنهنجي وصفن کي الله تعاليٰ جي وصفن ۾ گم ڪرڻ جي اعتبار سان معدوم آهين، جيڪو اهڙي طرح معدوم آهي اهو الشرف الموجودات آهي، ان پنهنجو پاڻ کي الله تعاليٰ جي صفتن ۾ فنا ڪري ڇڏيو آهي تہ پوءِ ان جي فنا حقيقت ۾ بقا آهي.

هاڻي هن فاني في الله ۽ باقي بالله کي اهو مقام حاصل آهي جو سڀئي روح هن جي تصّرف هيٺ آهن ۽ سڀئي جسم هن جي هيٺان آهن. جيڪو اسان ۾ فنا ٿي ويو اهو مجبور ناهي، پر اهو محبوب هجڻ جي ڪري بااختيار آهي. ٻنهي جي اعليٰ اختيار جو درجو هيءُ آهي تہ اهو اسان جي مرضيءَ ۾ گم ٿي وڃي.

جيڪڏهن ڪيس ان اختيار ۾ لطف نہ اچي تہ پنهنجو پاڻ کي فنا چو ڪري! دنيا جون سڀئي لذتون چاهي ڪاڏي جون هجن يا پيئڻ جون، اهي هن تي نهن ٿيون تہ ان شيءِ جي لَذت کي متايو وڃي. فاني في الله جيتوڻيڪ دنياوي لذتن کي متائي ڇڏي ٿو پر اِهو لذتن جو ڇڏڻ ان جي لاءِ لذت بڻجي وڃي ٿو. جيڪو الله جي صفتن کان مغلوب ٿي ويو اهو الله جي رحمتن جي سمنڊ ۾ غرق ٿي رحمتن جو حقدار بنجي ويو پر اهو اهڙو معدوم ناهي جو ڪو بہ موجود ان تي غالب اچي سگهي، پر اهڙو فاني في الله موجودات تي حڪمران بنجي ويندو آهي.

هاڻي نہ ان جو ڪو مثال آهي، نہ ان جو مڪان آهي ۽ نہ شان! اهو لازماني آهي ۽ ڪيفيتن کان بہ جدا آهي، پوءِ هن معاملي ۾ نہ ڪو اشڪال آهي ۽ نہ سوال ۽ جواب جو موقعو آهي. بس خاموشي اختيار ڪر.

### ”اِنّما المومِنُونِ اِخوۃ“ جي شرح

قرآن ۾ پاڪ ۾ ارشاد آهي: ”انما المُومنون اخوته“ مومن پاڻ ۾ ڀائر آهن. مشهور مقولو آهي تہ، العلماءُ ڪَنفس و احدۃ عالم هڪ جان وانگر آهن.“ خاص ڪري حضرت دائودؑ ۽ حضرت سليمانؑ ۽ باقي نبين جو اتحاد انهن تي سلامتي هجي . اهو اتحاد ۽ اخوت ايمان جي وحدت جي بنياد تي آهي. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي: لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْ رُّسُلِهٖ (البقره: ٢٨٥) ”اسين انهن رسولن مان ڪنهن ۾ تفريق نٿا ڪريون.“ انهيءَ ڪري هي حڪم آهي تہ، هڪ نبيءَ جو ڪفر سڀني انبيائن جو ڪفر آهي ۽ هي اتحاد جي نشاني آهي تہ هزار گهرن مان تون هڪ گهر کي ويران ڪندين تہ سڀ ويران ٿي ويندا ۽ هڪ ديوار بہ قائم ڪونہ رهندي. عقلمند لاءِ اشارو ڪافي آهي ۽ هي تہ اشاري ڪان وڏي ويو.

دل مدار اندر تفکر زین خبر
ره مده درخود ملال و غم مخور

ترجمو: ”هن ڳالهه سان دل کي فکر ۾ مبتلا نہ ڪر، ڏک کي پنهنجي اندر ۾ رستو نہ ڏي ۽ غم نہ ڪر.“

هن خبر سان تہ تون مسجدِ اقصیٰ کي تعمير نہ ڪري سگهندين، غم نہ ڪر. مومن جيتوڻيڪ ڳاڻيٽي ۾ ٿورا آهن پر انهن ۾ ايماني وحدت آهي. انساني روح جيڪو هڪ لطيفہ رباني آهي ۽ اهو حيواني روح کان سواءِ آهي. جيڪڏهن اها مسجد تنهنجي ڪوشش ۽ طاقت سان نہ ٺهي تہ تنهنجو پُٽ ان کي مڪمل ڪندو. ڇاڪاڻ تہ مومن هڪ آهن. حيوانن ۾فقط روح حيواني آهي، جيڪو طبين وٽ هڪ لطيف بخارن وارو جسم آهي، جيڪو غذائن سان پيدا ٿئي ٿو. جيئن تہ اهو بخار آهي، ان ڪري مولانا ان کي روح باد چيو آهي.

نبينءِ مومنن جو روح انساني هڪ قوي ۽ طاقتور لطيفہ رباني آهي، روح حيواني هر حيوان ۾ جدا آهي. اهو ئي سبب آهي تہ هڪ روح حيواني جيڪڏهن غذا حاصل ڪري ٿو تہ ٻئي روح کي اها غذا نٿي پهچي. انهن مان جيڪڏهن هڪ کي گران بار ٿئي ٿي تہ ٻئي کي ان مان گِراني نٿي ٿئي، پر هڪ روح حيواني جي خوشي ٻئي جي رنج جو سبب آهي. اسان انبيائن ۽ عارفن جي روح لاءِ جمع جو صيغو ڳالهايو آهي، حالانڪ اهو هڪ آهي، ان جو تعَدّد محض جسمن جي تعدّد جي نسبت سان آهي. سج جو ٽڙڪو جڏهن مختلف جاين، اگڻن ۽ صحنن تي پوندو آهي تہ ان ۾ تعدد آهي، ورنہ اهو هڪ شيءِ آهي. انساني روح کي سج جي نور سان تشبيهه ڏيڻ سان گهڻا اشڪال پيدا ٿي پوندا آهن.

مِثل ۽ مثال ۾ هي فرق آهي تہ مثل شيءِ اها چوراڻيندي آهي جيڪا ٻي شيءِ سان هر ڳالهہ ۾ متحد هجي ۽ مثال جو هر صفت ۾ يڪسان هجڻ ضروري ناهي. هڪ وصف ۾ اتحاد آهي تہ ان کي ان شيءِ جو مثال چئي سگهون ٿا. بهادر شخص جو شينهن مثال آهي، جيتوڻيڪ ٻنهي ۾ گهڻين ڳالهين ۾فرق آهي. فقط بهادريءَ ۾ هڪجهڙائي آهي. بهادر شينهن جي مثل نہ آهي پر مثال آهي. هن دنيا ۾ڪا اهڙي شيءِ نہ آهي جيڪا روح جي مثل هجي جو ان جي ذريعي روح کي سمجهائي سگهجي. ڪابہ شيءِ روح مثل نہ آهي جنهن جي ذريعي ان کي سمجهايو وڃي، پر هڪ ناقص مثال پيش ڪيو ويندو آهي تہ جسم ڏيئي وانگر ۽ روح ان جي روشني وانگر آهي. روشني تڏهن ٿي سگهندي جڏهن ڏيئي ۾ وٽ ۽ تيل هجي. اهڙيءَ طرح جسم غذا وغيره جو محتاج آهي. حواسِ خمسہ تڏهن ڪم ڪندا، جڏهن ضروري حاجتون پوريون ٿينديون رهن.

حواسن جي بقا ضروري حاجتون پوريون ٿيڻ تي موقوف آهي ۽ ڪو وقت اهڙو اچي ٿو جو ضرورتون پوريون بہ ٿينديون رهن تہ بہ اهي فنا ٿي ويندا آهن. جهڙيءَ طرح ڏيئو وٽ ۽ تيل جي باوجود سج نڪرڻ تي پنهنجي وجود کي معدوم ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙيءَ طرح جڏهن موت جو وقت ايندو آهي، تڏهن هي حيواني روح ۽ وجود معدوم ٿي ويندا آهن. انهن جي لاءِ موت جو وقت ائين آهي، جيئن بتي جي لاءِ سج جو نڪرڻ. جهڙي طرح حيواني روح کي بقا ناهي اهڙي طرح انساني روح کي پڻ بقا ناهي. حشر ۾ رب جي تجلي جي اڳيان اهو نہ رهندو . هن روح انساني جي فنا گاهہ وانگر نہ آهي، پر روح انساني جي فنا ائين آهي، جيئن ستارن جي فنا سج جي موجودگي ۾ هوندي آهي.

انساني روح جي فنا جو ٻيو مثال هي آهي تہ مڇر جي چڪ جو سُور نانگ جي حملي وقت محو ٿي ويندو آهي. ٽيون مثال هي آهي تہ انساني روح جي محويت اهڙي آهي جيئن اگهاڙو شخص ماکيءَ جي مکين جي ڊپ کان پاڻي ۾ محو ٿي ويندو آهي تہ جيئن مکيون ڏنگ نہ هڻن پر ماکيءَ جون مکيون ان جو پيڇو ڪنديون رهن تہ جيئن ٻاهر نڪري تہ مٿس حملو ڪن، ان انتظار ۾ ويٺيون هونديون آهن.

آب ذکر حق وزنبور ایں زماں
ہست یاد ایں فلاں و آں فلاں

ترجمو: الله جي يادگيري پاڻي آهي ۽ ماکيءَ جون مکيون هِن وقت هن فلاڻي ۽ هُن فلاڻي جي يادگيري آهن.

وسوسن جو حال ماکيءَ جي مکين جهڙو آهي ۽ انهن کان بچاءُ ذکر الله جي پاڻي جي ذريعي ٿي سگهي ٿو. جڏهن انسان ترقي ڪندو آهي تڏهن ان جي طبيعت ذڪرِ الله جي صفائي حاصل ڪندي آهي ۽ وسوسن کي پري ڪندي آهي ۽ ان کي حبس دم ۽ ذکر خفي وغيره جي ضرورت ڪونه رهندي آهي. هاڻي خود سالڪ جي طبيعت ۾ اهي خواص پيدا ٿي ويندا آهن، جيڪي اذڪار ۾ هئا.

جهڙيءَ طرح انساني روح بلڪل فاني نه آهي، اهڙيءَ طرح گهڻا بزرگ اهڙا آهن جن جو موت صرف فنا نه آهي، پر انهن جي لاءِ موت جي معنيٰ هيءَ آهي ته اهي صفاتِ باري ۾ مستغرق آهن. الله تعاليٰ جي صفتن ۾ اهي اهڙي طرح معدو مآهن، جهڙيءَ طرح تارا سج جي اڳيان معدوم هوندا آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي ته: اِنۡ كَانَتۡ اِلَّا صَيۡحَةً وَّاحِدَةً فَاِذَا هُمۡ جَمِيۡعٌ لَّدَيۡنَا مُحۡضَرُوۡنَ﴿۵۳﴾ (يٰس:53) "هڪ زورائتو آواز ٿيندو ۽ پوءِ هڪدم سڀ ماڻهو اسان جي حضور ۾ حاضر ٿي ويندا." مُحۡضَرُوۡنَ (حاضر ڪيا ويندا) جو لفظ هيءَ ڳالهه ٻڌائي ٿو ته روح موجود هئا، معدوم ڪونه هئا. حيواني روح کي بقا بالله حاصل نه آهي، انهيءَ ڪري اهو عذاب ۾ هوندو پر جيڪو انساني روح بقابالله حاصل ڪري وٺندو، ان کي ڏٺيءَ جو ديدار حاصل ٿيندو.

روح حيواني سان اتصال ۽ اتحاد عذاب جو سبب آهي. پنهنجي روح کي سالڪن جي روح سان وابسته ڪريو تڏهن رب جو ديدار حاصل ٿيندو. حيواني روحن کان قطع نظر ڪريو. انهن روحن ۾ ڪا يگانگت ۽ هڪجهڙائي نه آهي. جيئن ته عوام روح انساني کان محروم آهي، انهن ۾ فقط حيواني روح آهي، جنهن ۾ يگانگت نه آهي، انهيءَ ڪري منجهن اختلاف ۽ جنگ جهيڙي واري صورتحال رهندي آهي. انبيائن جو روح، روح انساني آهي جنهن ۾ وحدت آهي، انبيائن جا روح خورشيد وحدت جو نور آهن، جيڪي پاڻ ۾ متحد آهن. روح حيواني ڏيئي واري اها روشني آهي، جنهن ۾ اتحاد نه آهي. انهيءَ ڪري ڪو انسان ٻئي انسان جي احوال کان متاثر نٿو ٿئي. روح حيواني، غذائن تي زنده آهي ۽ پوءِ ان لاءِ فنا به ٿئي ٿو. روح حيواني جو مثال چراغ جي روشنيءَ وانگر آهي. جيڪڏهن هڪ گهر جو ڏيئو وسامي وڃي ته ٻئي گهر جو ٻرندو رهندو آهي. جڏهن هڪ گهر جي ڏيئي وسامڻ سان ٻئي گهر ۾ اونده نٿي ٿئي ته معلوم ٿيو ٻئي جدا آهن. روح انساني جو مثال چنڊ جي روشنيءَ وانگر آهي، جڏهن چنڊ اڀرندو آهي تڏهن سيني گهرن ۾ نور پکڙجي ويندو آهي ۽ انهن سيني گهرن جي نور ۾ وحدت آهي.

روح انساني ۾ جيئن ته وحدت آهي انهيءَڪري ڪامل عارف پنهنجي زندگيءَ ۾ چنڊ وانگر هر طالب کي روشني عطا ڪندو رهندو آهي، جڏهن اهو پنهنجو توجه هٽائيندو آهي ته طالبن ۾ فيض حاصل ڪرڻ جي اها پهرين ڪيفيت ڪونه رهندي آهي. مون ذات مقدس ۽ ان جي نور جو مثال سج ۽ ان جي روشنيءَ سان ڏنو آهي. اهو مثال، جيڪو سيني حيثيتن سان ممثل وانگر نه آهي، تنهنجي لاءِ هدايت جو ڪم ڪندو ۽ دشمن يعني فلسفيءَ جي لاءِ جيڪو معرفت جي اسرارن ۾ قياس کي دخيل بنائي ٿو، رهزن بنبو ۽ ان کي وڏيڪ گمراهه ڪندو. فلسفيءَ جو مثال ڪوريئڙي وانگر آهي، جيڪو خود پنهنجي مٿان پنهنجي لعاب (پڪ) يا تاندورن سان نور کي لڪائي ڇڏيندو آهي،

از لعابِ خویش پردہ نور کرد
دیدۂ ادراکِ خود راکور کرد

ترجمو: "هُن پنهنجي لُعاب (پڪ) سان نور تي پردو وڌو، پنهنجي احساس جي اک ھوڻي ڇڏي."

ڪوريئڙو پنهنجي لعاب سان پنهنجي مٿان ڄارو اُڻي پنهنجو پاڻ کي روشنيءَ کان محروم ڪري ٿو، اهڙيءَ طرح مُنڪر ۽ اعتراض ڪندڙ پنهنجن اعتراضن ذريعي پنهنجي ادراڪ کي نور کان محروم ڪندو آهي. گهوڙي تي قاعدي سان سوار ٿيندا ته فائدو حاصل ڪندا پر جيڪڏهن توهان ان جي پيرن کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪندا ته لتون کائيندا. اهو ئي مثال ڪلامِ حق ۽ معرفت جي اسرارن جو آهي، انهن تي صحيح طريقي سان غور ڪندا ته فائدو حاصل ڪندا ۽ اعتراض واري نگاهه سان ڏسندا ته تباهه ٿيندا.

اندریں آہنگ منگر مست و پست
کاندریں رہ صبر سنق انفس مست

ترجمو: ”هن رستي کي سست ۽ پست نه سمجهو، ڇاڪاڻ ته هن واٽ ۾ صبر ڪرڻ جانين جي لاءِ ڏکيو آهي.“

سلوڪ جي رستي کي آسان ۽ حقير نه سمجهه هن رستي ۾ صبر ۽ استقلال ۽ مضبوطيءَ جي گهڻي ضرورت آهي، جيڪا نفس تي ڏکي گذري ٿي.

**حضرت سليمان عليه السلام جي هٿان مسجد اقصيٰ جي تعمير جو رهيل قصو**

چوں سلیمانؑ کرد آغازِ بنا
پاک چوں کعبہ ہمایوں چوں منیٰ

ترجمو: ”جڏهن (حضرت) سليمان عليه السلام ان جي تعمير جي شروعات ڪئي جيڪا ڪعبي وانگر پاڪ ۽ منيٰ وانگر بابرڪت آهي.“

در بنا ہر سنگ کر کہ می شکست
فاش پیرواہی ہمی گفت از نخست

ترجمو: ”تعمير دوران جيڪو پٿر جبل مان ٽٽندو هو اهو اڳواٽ علي الاعلان چوندو هو ته مون کي کڻي هلو.“

جبل جو اهو پٿر خود ڳالهائيندو هو ته مو نکي کڻي هلي تعمير ۾ لڳايو. جهڙيءَ طرح آدم عليه السلام جي مُجسمي جي مٽي ۽ پاڻي پُرنور هو، اهڙيءَ طرح ان مسجد اقصيٰ جا پٿر، پاڻي ۽ مٽي پُر نور هئا.

حضرت سليمان عليه السلام جي معجزي سان اهي پٿر خودبخود تعمير ۾ لڳڻ جي لاءِ اچڻ لڳا ۽ ان مسجد جي دروازن ۽ ديوارن ۾ زندگي پيدا ٿي وئي. بهشتي ديوارن ۽ دروازن ۾ به زندگي هوندي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته: وَاِنَّ الدَّارَ الْاٰخِرَةَ لَهِيَ الْحَيَوَانُ (العنڪبوت-٦٤) ”بيشڪ آخرت جو گهر زنده آهي.“

انسان جو جسم پاڻي ۽ مٽيءَ مان ٺهيو آهي ۽ ان ۾ زندگي آهي ته پوءِ جنت جي درن ۽ ديوارن ۾ زندگي ڇو نه هوندي. جنت جي هر شيءِ ۾ حياتي ۽ زندگي هوندي ۽ اها جنتين سان گفتگو ڪندي. جنت جي تعمير انسانن جي نيڪ عملن سان ٿيندي. دنيا جون جايون مُئل مٽيءَ مان ٺهن ٿيون، انهيءَ ڪري اهي مُئل آهن، جنت زنده عبادتن سان تعمير ٿيندي ته ان ۾ زندگي هوندي. جنت جا تخت، قلعا، لباس ۽ تاج سڀ زنده هوندا. جيئن ته اُتي جي فرش ۾ به زندگي هوندي، انهيءَ ڪري اهو خودبخود ويڙهيل هوندو ۽ ان گهر ۾ به زندگي هوندي، انهيءَ ڪري اهو خود پنهنجو پاڻ کي صاف ڪندو.

جنت جو تخت خودبخود هلندو، جنتيءَ جي خواهش مطابق دروازي جون زنجيرون ۽ دروازو خود مُطرب ۽ قوّال جو ڪم ڪندو. بهاري ڏيڻ واري کان سواءِ جنتيءَ جي گهر صاف هجڻ تي عجب نه ڪريو، خود پنهنجي دل کي ڏسو ته اِها گُناهن سان آلوده ٿي ويندي آهي ۽ توبهه سان خودبخود صاف ٿي ويندي آهي. دل جي زندگيءَ جي پوري

ڪيفيت سمجهائڻ کان زبان قاصر آهي.

مسجد اقصيٰ جي مڪمل ٿيڻ تي حضرت سليمان عليه السلام روزانو صبح جو مسجد ۾ ويندو هو ۽ ماڻهن کي حق جي راهه جي هدايت ڪندو هو. حضرت سليمان عليه السلام ماڻهن کي ڪڏهن زبان سان نصيحت فرمائيندو هو ۽ ڪڏهن عملي طور تي عبادت جي ذريعي هدايت ڪندو هو، ڇاڪاڻ ته عملي نصيحت وڌيڪ ڪارگر هوندي آهي. ٻيو ته عملي نصيحت دوران لهجي ۾ تحَڪُمَ ۽ آڏر به ڪونه هوندو آهي، انهيءَ ڪري اها ماتحتن تي زياده اثر ڪندي آهي.

## حضرت عثمان رضي الله عنه جي خلافت جو آغاز

حضرت عثمان رضي الله عنه جي خلافت جي شروعات جو قصو ۽ هن بابت سندس خطبو ته عامل پنهنجي عمل سان نصيحت ڪرڻ وارو زباني ڳالهه جي ذريعي نصيحت ڪرڻ واري کان بهتر آهي.

منبر مهتر که سه پایه بدست
رفت بوبکر و دوم پایه نشت

ترجمو: "سردار صلي الله عليه وسلم جو منبر ٽن چاڙهين وارو هو، ابوبڪر رضي الله عنه ويو ۽ ٻئي درجي تي ويهي رهيو."

حضور صلي الله عليه وسلم جن جي منبر جا ٽي درجا يا ڏاڪا هئا. خطبي دوران حضور صلي الله عليه وسلم سڀ کان مٿئين درجي تي ويهندا هئا، حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ٻئي درجي تي ويهڻ شروع ڪيو. حضرت عمر رضي الله عنه پنهنجي دور ۾ ان منبر جي ٽئين درجي تي ويهڻ شروع ڪيو. حضرت عثمان رضي الله عنه وري حضور صلي الله عليه وسلم واري ڏاڪي تي ويهڻ شروع ڪيو.

پس سوالش کرد شخصی بوالفضول
کاں دو ننشستند برجای رسولؐ

ترجمو: "حضرت عثمان رضي الله عنه کان ڪنهن سادڙي شخص پُڇيو ته اهي ٻئي (حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه) رسول صلي الله عليه وسلم جي جاءِ تي ڪونه ويٺا (۽ تون ويٺو آهين؟)

حضرت عثمان رضي الله عنه جواب ڏنو ته جيڪڏهن ٽئين درجي تي وِهان ٿو ته ماڻهو سمجهندا ته آئون عمر رضي الله عنه جهڙو آهيان، ٻئي درجي تي وهندس ته ماڻهو سمجهندا ته آئون حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جهڙو آهيان، هاڻي مون حضور صلي الله عليه وسلم جي درجي تي ان ڪري وهڻ شروع ڪيو آهي ڇاڪاڻ ته ان جهڙو مون کي ڪير ڪونه سمجهندو. ان کان پوءِ حضرت عثمان رضي الله عنه منبر تي خاموش ويهي رهيو ۽ پوءِ هي چئي هيٺ لٿو ته توهان جو امير فعال (ڪم ڪندڙ) هجي، اهو قَوال (چوندڙ) کان بهتر آهي.

حضرت عثمان رضي الله عنه منبر تي خاموش ويٺو هو ۽ ڪنهن کي مجال ڪونه هئي جو ان کي خطبو ڏيڻ لاءِ چوي يا اٿيو هليو وڃي ۽ ان وقت اهو مظهر نورِ خداوندي بڻيل هو. اهي ماڻهو جن ۾ ان نور جي مشاهدي جي صلاحيت هئي، اهي اُن جو مشاهدو ڪري رهيا هئا. باقي ماڻهو به ان جا اثرات محسوس ڪري رهيا هئا.

نابينا سج جي گرميءَ مان سج جي اُڀرڻ کي محسوس ڪندو آهي، پر نور جي گرمي انسان کي بينا بنائي ڇڏيندي آهي. ان نور جي گرميءَ مان جيتوڻيڪ هڪ قسم جي بي چيني محسوس ٿيندي آهي، پر دل ۾ ان سان ڪشادگي ۽ وسعت پيدا ٿيندي آهي. جنهن ۾ مشاهدي جي صلاحيت نه هوندي آهي، اهو به جنهن وقت ان نور سان متاثر ٿئي ٿو، تڏهن پنهنجو پاڻ کي بينا سمجهڻ لڳندو آهي. جنهن کي مشاهدو حاصل نه آهي، اهو خوشيءَ ۾ مست ٿي ڪري سمجهندو آهي ته مشاهدو حاصل ٿي ويو. (حيقت ۾ اهو) ان کي خطاب آهي ته ٿوري اڃا محنت ڪر، تڏهن ان مقام تي پهچندين. هيءَ ته ان شخص جي حالت هئي، جنهن کي مشاهدو حاصل نه آهي، پر جنهن کي مشاهدو

حاصل هوندو آهي، اُن کي جيڪا ڪيفيت حاصل ٿيندي آهي ان جي تشريح شيخ بوعلي سينا به پنهنجي عقل ۽ فلسفي جي زور سان نٿو ڪري سگهي.

مقامِ مشاهده، مجاهدي سان حاصل ٿيندو آهي، مشاهدي جو پردو دليلن سان ڪونه هٽندو، جيڪو شخص نبوت جي واسطي سان سواءِ محض عقلي دليلن سان وصول الي الله جي ڪوشش ڪندو ته ان جي لاءِ هلاڪت آهي. جيڪڏهن ڪو محض عقل جي هٽ سان پردي کي هٽائڻ جي ڪوشش ڪندو ته خدائي تلوار ان جو هٽ ڪٽي ڇڏيندي. اها ڳالهه مون بطور فرض جي چئي آهي، ورنه هٽ سان پردي هٽائڻ جي ڪوشش ممڪن ئي نه آهي. هيءَ اهڙي طرح جي فرضي ڳالهه آهي جيئن ماڻهو چوندا آهن ته ماسي يا ماميءَ جا خصيه هجن ها ته اها مامو بنجي وڃي ها. زباني دليلن سان مشاهدي تائين پهچڻ ۾ جيڪڏهن آئون لکين سالن جو فاصلو ٻڌايان ته اهو به گهٽ آهي.

هاڻي مولانا فرمائي ٿو ته مشاهدي جي دوريءَ کان گهبرائجي ڪوشش ترڪ متان ڪرين! جڏهن الله تعاليٰ ان جو فاصلو گهٽ ڪرڻ چاهيندو ته فوراً گهٽ ٿي ويندو، چنڊ ستارن جو زمين کان فاصلو ڪروڙين سالن جي مسافت آهي، پر قدرت انهن جي روشني فوراً زمين تائين پهچائي ٿي، سج ۽ چنڊ جا شعاع کاڻين ۾ هيرا جواهر ٺاهين ٿا، انهن جا اثر کاڻين تائين فوراً پهچي وڃن ٿا. جڏهن چنڊ سج وغيره پنهنجي روشنيءَ سان زمين جي اونداهين کي ختم ڪن ٿا ته پڪ ڄاڻو الله تعاليٰ پنهنجين صفتن ۾ انهن کان وڌيڪ مضبوط آهي.

آسمان جو زمين کان پنج سؤ سالن جي مسافت جو فاصلو آهي، پر زمين تي اثرانداز ٿيڻ ۾ اهو فاصلو ڪجهه به نه آهي. زُحل ستارو جيڪو ستين آسمان تي آهي، ان ۾ ۽ زمين ۾ ساڍا ٽي هزار سالن جي مسافت جو فاصلو آهي، پر اهو هر وقت زمين تي اثرانداز آهي. الله جي هيءَ قدرت آهي جو اُن زحل جي اثرن کي جڏهن اهي زمين ڏانهن موٽي رهيا هجن، درهم برهم ڪري ڇڏي. آفتاب حق جي اڳيان انهن اثرن جي ڪهڙي حقيقت آهي، جيڪي پاڇي وانگر آهن.

مولانا اڳ ۾ هي فرمايو هو ته، آسمان جا تارا اسان تي اثر وجهي رهيا آهن. هاڻي فرمائي ٿو ته، جهڙيءَ طرح ستارا اثرانداز آهن، اهڙيءَ طرح انبيائن ۽ عارفن جو وجود ستارن تي اثرانداز آهي:

وز نفوس پاک اختروش مدد
سوئے اختر ہائے گردوں می رسد

ترجمو: پاڪ نفسن جي طرفان مدد، ستارن وانگر آسمان جي تارن تائين پهچي ٿي.

ظاہراً آں اختراں قوامِ ما
باطنِ ماگشتہ قوامِ سما

ترجمو: ”بظاهر اهي ستارا اسان جي وجود جو باعث آهن، اسان جو باطن آسمان جي ماهيت بنائڻ وارو آهي.“

فسلفي جا ڄاڻو انسان کي ننڍو جهان ۽ دنيا کي وڏو جهان چون ٿا ۽ صوفي انسان کي وڏو جهان ۽ دنيا کي ننڍو جهان مڃين ٿا، ان جو سبب هيءُ آهي ته، فلسفين جي نظر انسان جي ظاهر تي آهي ۽ صوفيءَ جو علم انسان جي باطن سان وابسته آهي.

پس بصورت عالمِ صغریٰ توئی
پس بمعنٰی عام کُبریٰ توئی

ترجمو: ”صورت جي لحاظ کان تون ننڍو جهان آهين، باطن ۾ وڏو جهان آهين.“

انسان سڀني ڪائنات جي نمونن جو هڪ ننڍو مجموعو آهي. جيئن ته انسان حقيقت اسماءِ الاهيه ۽ حقائق ڪونيه جو جامع آهي. جيڪڏهن انسان جي تخليق ۽ پيدائش قدرت جي منشا نه هجي ها ته جهان کي پيدا نه ڪيو وڃي ها.

پس بمعنیٰ آں شجر از میوہ زاد
گر بصورت از شجر بودش ولاد

ترجمو: ”وڻ حقيقت ۾ ميوي (جي ٻج) مان پيدا ٿيندو آهي، جيتوڻيڪ بظاهر وڻ مان ان جي پيدائش آهي.“

مطلب ته، جهان انسان مان پيدا ٿيو آهي. حديث شريف ۾ آهي: وانا حامل بواءِ الحمد يوم القيامته تحته آدم و من دونه ولا فخر.....”آئون قيامت جي ڏينهن حمد جو جهنڊو کڻڻ وارو آهيان جنهن جي هيٺان حضرت آدمؑ ۽ ان کان علاوه سڀئي نبي هوندا ۽ ان تي ڪو فخر ڪونهي.“ اهو اِن ڪري فرمايو ويو ته آدمؑ ۽ ان جي اولاد جي تخليق مان مقصد حضور ﷺ جي ذات آهي. جيئن ته مقصد حضور ﷺ جي تخليق هئي، انهيءَ ڪري حضور ﷺ فرمايو ته، آئون جيتوڻيڪ پڇاڙيءَ ۾ موڪليو ويو آهيان، پر جيئن ته مقصد اصلي آهيان. انهيءَ ڪري آئون پهريان آهيان. عڪسي شيءِ جي نمائي علت خارجي وجود ۾ جيتوڻيڪ موخر هوندي آهي، پر ذهني وجود ۾ اها اُن شيءِ کان اڳ ۾ هوندي آهي. جيئن ته حقيقت آدمؑ جو ظهور حقيقت محمديه مان ٿيو آهي. حضرت آدمؑ مسجودِ ملائڪ انهيءَ ڪري بڻيو جو ان جي پُشت (پُٺِ) ۾ نور محمدي هو. ان کي معراج هن ڪري ڪرايو ويو ته اهو نور محمدي مان فيض حاصل ڪري سگهي. هر شيءِ ٺاهڻ واريءَ جو فڪر ۾ تصور ان جي خارجي وجود کان اڳ ۾ هوندو آهي. گهر رهڻ جي لاءِ ۽ وڻ ميوي جي لاءِ وجود ۾ ايندو آهي، پر انهن جا تصور خارجي وجود کان اڳ ۾ هوندا آهن.

ايتري بيان ڪرڻ کان پوءِ مولانا وري اصل مضمون ڏانهن موٽيو ته ذڪر ۽ مشاهدي جي فاصلي کان سالڪ کي گهبرائڻ نه گهرجي، قدرت انهن فاصلن کي گهٽ ڪري ڇڏيندي آهي. جيڪڏهن ڪامياب ٿئي ٿي ته رستي جو فاصلو ۽ دشواري معدوم ٿي ويندي آهي. انسان جي دل هزارين ميلن جو فاصلو طئي ڪري ڪعبي ۾ پهچي ويندي آهي. الله جو ڪرم هجي ته جسم به دل جي رفتار اختيار ڪري وٺندو آهي ۽ بزرگن کان طيُّ الارض جي ڪرامت ظاهر ٿيندي آهي. رستي جي ڊيگهه ۽ ڪوتاهي جسم جي لاءِ آهي. روح جي لاءِ نه آهي.

معراج ۾ انبيائن جي لاءِ اها ئي صورت پيش ايندي آهي. مجاهدي ڪرڻ واري کي قيل و قال ڇڏي عمل ۾ لڳي وڃڻ گهرجي. خدا کان اميد آهي ته اهو مشاهدي جي منزل تائين پهچائي ڇڏيندو. سالڪ به اکيون بند ڪري عمل ڪري ته منزل تائين پهچي ويندو آهي. انسان جيڪڏهن ٻيڙيءَ ۾ ويٺو هجي ۽ هو سمهي به رهي، تڏهن به منزل تائين پهچي ويندو.

**مثلُ اُمتِی کَمَثَلِ سَفِینَۃِ نَوح... واري حديث جو تفسير**

هن حديث جو تفسير ته منهنجي امت جو مثال (حضرت) نوح جي ٻيڙيءَ جهڙو آهي، جيڪو ان سان وابسته ٿيو، اهو بچيو ۽ جيڪو ان کان وڇڙيو اهو ٻُڏو.

بہر ایں فرمود پیغمبرؐ کہ من
ہمچو کشتی ام بطوفانِ زمن

ترجمو: ”انهيءَ ڪري پيغمبر فرمايو آهي ته، آئون زماني جي طوفان ۾ ٻيڙيءَ وانگر آهيان.“

حضور ﷺ ۽ صحابه ڪرامؓ جي سيرت تي عمل ڪري هڪ انسان نجات حاصل ڪري سگهي ٿو. طالب جي لاءِ عارف ڪامل جي صحبت حضرت نوحؑ جي ٻيڙي جو ڪم ڪندي آهي. سالڪ چاهي ڪهڙو ئي هجي، سُلوڪ

ڪامل ڪان سواءِ مُشڪل آهي. عارف ڪامل ڪڏهن پنهنجي صفتِ جمال سان تربيت ڪندو آهي، ڪڏهن صفتِ جلال سان. سندس نرمي ۽ سختي ڏاڪا چڙهڻ جو سبب هوندي آهي.

ڪامل رهبر جي محبت ۽ ڪاوڙ ٻنهي جا اثرات طالب لاءِ فائديمند آهن. انهيءَ ڪري اثر جي اعتبار سان هڪ ٻئي جو ضد نہ آهن. هو پنهنجي قهر سان طالب کي نوڙت وارو بڻائيندو آهي ۽ ان ۾ اخلاقِ حسنہ جا گلونچ ڦٽائيندو آهي، پوءِ طالب جي ان شادابي کي ڏسندو آهي، عارف ڪامل سان بي اعتقادي فيض جي رستا روڪ ڪندي آهي.

تا بیا بی بوی خلد از یار من
چون محمدؐ بوی رحمان از یمن

ترجمو: ”تان تہ تون منهنجي دوست جي ذريعي بهشت جي خوشبوءِ حاصل ڪر، جيئن حضور ﷺ يمن مان خدا جي خوشبوءِ حاصل ڪئي.“

هيءَ حضرت اويس قرني رضي الله عنه جي قصي ڏانهن اشارو آهي. حضرت اويس رضي الله عنه يمن ۾ رهندو هو ۽ رسول ﷺ جن جو وڏو عاشق هو، پر ڪن مجبورين جي ڪري حضور ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي نہ سگهيو. حضور ارشاد فرمايو هو: ”اِنّي لاَجِدُ ريحَ الرحمانِ من قبل اليَمن، ”آئون يمن جي طرف کان خدا جي خوشبوءِ سنگهان ٿو.“ حضور ﷺ جو اهو فرمان حضرت اويس رضي الله عنه جي باري ۾ هو.

بزرگن جي صحبت ۾ جيڪو معراج ٿيندو، اهو اهڙو معراج نہ آهي، جيئن ڌونهين يا غبار (لٽ) جي اڏامر آسمان ڇهندي نظر ايندي آهي، بلڪ اهو اهڙو بامعنيٰ معراج هوندو جيئن ڪمند کي معراج حاصل ٿيڻ ڪري ان ۾ ڪنڊ پيدا ٿي ويندي آهي.

هي فنا جو براق اهڙو آهي جو جيڪڏهن توهان فنا جو مقام حاصل ڪري وٺندؤ تہ پوءِ اهو توهان کي بقا ڏانهن وٺي ايندو. يعني سيرِ عروجي کان پوءِ سير نزولي ٿيندو ۽ توهان پنهنجي هستيءَ ۾ اچي ويندوءَ. فنا جي مقام حاصل ٿيڻ کان پوءِ سالڪ دنيا کان بي نياز ٿي ويندو آهي. شيخ جي صحبت ۾ جيڪو سير ٿيندو آهي، اهو ائين هوندو آهي، جيئن جان معشوق ڏانهن ڇڪبي آهي. ان ۾ هٿ پير ڪم ۾ نٿا اچن ۽ اهو سير ائيناآهي، جيئن روح جو سير عدم کان وجود ڏانهن هوندو آهي.

مولانا فرمائي ٿو تہ هيءَ عروج ۽ نزول ۽ فنا ۽ بقا جي تقرير اهڙي آهي جو ان کان پوءِ ڪنهن عقلي دليل جي ضرورت ڪانہ پوندي، بشرطيڪ هوش حواس سان هن کي ٻُڌي. هيءَ ايتري قدر پُرحقائق تقرير آهي، جو ان تي آسمان تان موتي وسائڻ گهرجن ۽ عالم ظاهر کي هن عالمِ معنيٰ کان شرم اچڻ گهرجي. موتي وسائڻ ۾ خود آسمان جو فائدو آهي. اِن سان آسمان جا موتي ڇهوڻ تي ٿي ويندا ۽ اِن جي بي جان مخلوق گويا (ڳالهائيندڙ) ۽ بينا (ڏسندڙ) بنجي ويندي. طالب جيتري قدر عقيدي جا موتي وسائيندو اُن ۾ سندس ئي فائدو آهي. هاڻي ان مناسبت سان مولانا بي بي بلقيس جو قصو نقل ڪري ٿو.

**بلقيس جو هديو موڪلڻ:**

بي بي بلقيس يمن جي شهر سبا جي ملڪ هئي. هُن حضرت سليمان عليه السلام ڏانهن هديو موڪليو هو.

هدیهٔ بلقیس چل اشتر بدست
بارآنها جمله خشت زر بدشت

ترجمو: ”بلقيس جو هديو چاليهہ اُٺ هئا، جن تي سون جون سِرون لڏيل هيون.“

جڏهن قافلو حضرت سليمانؑ جي علائقي ۾ پهتو تڏهن قافلي وارن کي ان علائقي جو فرش سون جو ڏسڻ ۾ آيو. اهو حضرت سليمانؑ جو معجزو هو، جو فرش سون تي ويو. بي بي بلقيس جا قاصد چاليهن منزلن تائين سون تي هلندا رهيا. پوءِ سوچيائون ته اهو علائقو سڄو خالص سون آهي، اتي هي تحفو کڻي وڃڻ بي وقوفي آهي.

اے ببُردہ عقل ہدیہ تا الٰہ

عقل آنجا کمتر ست از خاک راہ

ترجمو: ”اي عقل جو هديو الله ڏانهن کڻي وڃڻ وارؤ! اُتي عقل مٽيءَ کان (به) گهٽ مان لهڻي!“

الله تعاليٰ جي معاملي ۾ عقلي ڳالهيون ائين بيڪار آهن، جيئن بي بي بلقيس جو هديو. هديو کڻي وڃڻ وارا شرمنده ٿيا ۽ هنن اهو هديو واپس آڻڻ چاهيو پئي، پوءِ انهن پاڻ ۾ چيو ته اسان کي سٺي يا بري تحفي سان مطلب نه هئڻ گهرجي. اسين ته حڪم جا تابع آهيون. جڏهن حضرت سليمانؑ ان مال کي ڏٺو، تڏهن کِليو ۽ فرمايائين ته مون فقط ايمان جي طلب ڪئي هئي، مال ڪونه گهريو هو. حضرت سليمانؑ فرمايو: وَأْتُونِي مُسْلِمِينَ ﴿٣١﴾، (النمل:31) ”مون وٽ مسلمان ٿي ڪري اچو.“ يعني مسلمان ٿيندا، تڏهن هديو ڏيڻ جي قابل بڻجندا. آئون مال ۽ دنيا جي دولت جي تحفن کان بي نياز آهيان. مون کي خدا اهڙيون دولتون عنايت ڪيون آهن، جو ڪو انسان انهن کي حاصل ڪرڻ درڪنار، انهن جي آرزو به نٿو ڪري سگهي.

جيئن ته سج جي شعاعن سان ڪاٺين ۾ سون ٺهندو آهي، انهيءَ ڪري توهان سج جي پوڄا ڪريو ٿا، توهان کي ته ان خدا جي پوڄا ڪرڻ گهرجي، جنهن سج کي بنايو آهي، سڄي ڪائنات الله تعاليٰ انسان جي لاءِ بنائي آهي. پوءِ ته ڪائنات انسان جي خادم بڻجي نه ڪ معبود. اهڙين شين کي پوڄڻ انسان جو پنهنجو پاڻ کي ذليل ڪرڻ آهي. سج جي شعاعن سان پوکون ۽ سيئي ميوا پچن ٿا. ساڳئي وقت سج گرهڻ ۾ به اچي ٿو، ته اهڙي ناقص ۽ مجبور شيءِ کي پوڄڻ کهڙي عقلمندي آهي؟ سج جي گرهڻ کي پري ڪرڻ لاءِ تون خدا کان دعائون گهرندو آهين. پوءِ اهڙي بيوس مخلوق کي پوڄڻ مان کهڙو فائدو؟ رات جو سج غائب هوندو آهي، پوءِ جيڪڏهن رات جو مصيبت اچي ته ڪنهن کي پُڪاريندين؟ چاڪاڻ ته عام طور تي رات جو حادثا پيش ايندا آهن. مخلوق کي ڇڏي جيڪڏهن تون خالق جي اڳيان سجدو ڪندين ته گهڻين مصيبتن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندين ۽ ڪائنات جو محرم راز بڻجي ويندين. آئون توکي اسرار ٻڌائيندس، پوءِ توکي ان سج جو مشاهدو ٿيندو جيڪو اڌ رات جو به موجود هوندو آهي. ان جو مظهر فقط پاڪ روح آهي ۽ اهو هر وقت موجود آهي.

دنياوي ڏينهن ڪا شيءِ نه آهي، ڏينهن ته اهو آهي جڏهن حقيقت جو سج اڀرندو. جيڪڏهن اهو سج رات ۾ به تجلي ۽ روشني ڪري ته رات، رات ڪانه رهندي. جهڙيءَ طرح دنياوي سج جي مقابلي ۾ ذرو، بي حقيقت آهي. اهڙي طرح آفتابِ حقيقت جي مقابلي ۾ هن سج جي حقيقت آهي. هي دنياوي سج جيڪو نگاهن کي خيره ڪندو آهي، عرش جي نور جي مقابلي ۾ ذرو، مسڪين خوار ۽ ناپائيدار آهي. ايتري قدر شديد نور کي ڏسڻ جي طاقت خدا عطا فرمائيندو آهي ۽ انسان اُن جو مشاهدو ڪندو آهي. اهو آفتاب حقيقت اهڙي ڪيميا آهي جو ان جي اثر کان دونهين سج بڻجي ويو. قرآن پاڪ ۾ آهي ته ”هڪ مادو دونهين جي شڪل ۾ هو“ جنهن مان آسماني ڪائنات ٺهي آهي، اها خدا جي ڪيمياگري آهي جو هن دونهين مان سج بنايو.

بوالعجب میناگرے کز یک عمل

بست چندیں خاصیت را بر زحل

ترجمو: ”اهو ڪيمياگر عجيب آهي، جو هڪ عمل سان زُحل (ستاري) ۾ ايتري قدر خاصيتون پيدا ڪيائين.“

جيئن ته آسمان شيشي وانگر صاف ۽ شفاف آهي، انهيءَ ڪري لفظ ميناگر مان الله تعاليٰ جو استعارو ڪيو ويو آهي. زحل ستارو سيني ستارن ڪان مٿي ستين آسمان تي آهي. جيئن آسمان ۽ سج الله تعاليٰ جي ڪاريگريءَ سان بنيا آهن. اهڙيءَ طرح روح جي موتين کي به سمجهو.

جسماني اک ته هن سج کي به نٿي ڏسي سگهي. حق جي مشاهدي لاءِ رباني اک جي ضرورت آهي، جسماني اک سج کان مغلوب آهي. رباني اک کان سج مغلوب آهي. رباني اک نوراني آهي ۽ جسماني اک ناري آهي،نار نور جي مقابلي ۾ اونداهو ٿي ويندو آهي.

**شيخ عبدالله مغربيءَ جو نور ۽ ڪرامتون**

شيخ عبدالله مغربي قدس سره جي هن ڪرامت ذريعي رباني اک جا حالات بيان ڪيا ويا آهن.

گفت عبدالله شیخ مغربی
شصت سال از شب ندیدم من شبی

ترجمو: ”شيخ عبدالله مغربي فرمايو: سٺ سالن کان مون رات جي اونداهي ڪونه ڏٺي آهي.“

صوفين بيان ڪيو آهي ته: ڪيس آزمائڻ لاءِ اسين اڌ رات جو سندس پويان هلياسون. هو اونداهي رات ۾ اڳيان هلندو هو ۽ منهن موڙڻ کان سواءِ پُٺين کي ڪنڊن ۽ کڏن کوهن کان بچڻ جي هدايت ڪندو هلندو هو. هن کي هيٺ واريون شيون به اونداهي رات ۾ نظر اينديون هيون.

سج اڀرڻ کان پوءِ اسان سندس وڏيڪ هيءَ ڪرامت ڏٺي ته هن جي پيرن تي مٽي به ڪونه لڳي هئي. پوءِ اسان عقيدت جي ڪري هن جا پير چُميا. سندس پيرن تي ڪنڊن ۽ پٿرن جا نشان ڪونه هئا، حالانڪ هو سڄي رات ڪنڊن ۽ پٿرن تي هليو هو.

خدائي نور سالڪ جي اڳيان اڳيان هلندو آهي ۽ ڪيس هلاڪتن کان بچائيندو آهي، قرآن پاڪ ۾ارشاد آهي: يَوْمَ لَا يُخْزِي اللّٰهُ النَّبِيَّ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَعَهٗ ۚ نُوْرُهُمْ يَسْعٰى بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَبِاَيْمَانِهِمْ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَآ اَتْمِمْ لَنَا نُوْرَنَا. (التحريم:8) هي اهو ڏينهن هوندو جڏهن الله تعاليٰ پيغمبر کي ۽ انهن ماڻهن جيڪي ساڻن گڏ آهن، ايمان آندائون، خوار ڪونه ڪندو. سندن ايمان جي روشني انهن جي اڳيان۽ ساڄي پاسي هلي رهي هوندي. اهي دعائون ڪندا ويندا ته اي اسان جا پروردگار! اسان جي روشني کي اسان جي لاءِ آخري وقت تائين قائم رکج.“ جيتوڻيڪ ان نور ۾ قيامت ۾ اضافو ٿيندو پر هتي به ان جي اضافي جي دعا گهري ڏسو، ڇاڪاڻ ته جڏهن الله تعاليٰ غيرجاندار شين کي نور عطا ڪري ٿو ته اشرف المخلوقات کي ڇو عطا نه ڪندو.

**حضرت سليمان عليه السلام جو قاصدن کي واپس ڪرڻ ۽ بلقيس کي ايمان آڻڻ ۽ سج جي پوڄا ڇڏڻ جو چوڻ**

باز گردید اے رسولان خجل
زرش مارا دل بما آرید دل

ترجمو: ”اي شرمنده قاصدو! واپس موٽي وڃو. سون توهان جو آهي. اسان جي لاءِ دل آڻيو دل!“

هديو آڻڻ وارا حضرت سليمان وٽ سون جي سستائي ڏسي ڪري سون جو هديو ڏيڻ تي شرمنده ٿي رهيا هئا. الله تعاليٰ جي درٻار ۾ سون ۽چانديءَ سان ڪم ڪونه هلندو. دل جي سلامتي ڪم ڏيندي. هتان کان سون کڻي وڃو تان ته توهان جي حرص کي تسڪين ٿئي. جسم جي بي بصيرتي کي پنهنجو پاڻ کان پري ڪري ڪنهن گندي جاءِ تي اڇلائي ڇڏيو. کڄري (مادي) جيڪڏهن ڏُکي تي وڃي ته ڦر جي پيدائش دوران عام طور تي مري ويندي آهي، انهيءَ

ڪري ان جي شرمگاه تي سون جو ڪڙو لڳايو ويندو هو، تان ته اها ڍڪي نه ٿي سگهي. عاشق جي ڪمزوريءَ چهري جي زردي (هيڊاڻ) ان جي زينت آهي. عاشق جي چهري جي زردي خدا جي نظرگاه آهي ۽ سون جي ڪاڻ سج جي نظرگاه آهي، جنهن جي ڪري ڪاڻ ۾ سون تيار ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري عاشق جي چهري جي زردي وڌيڪ افضل آهي.

مرغ فتنه دانه بربام ست اُو

پر کشاده بستهٔ دام ست او

ترجمو: ”داڻي جو عاشق پکي ڇت تي آهي، پَرَ کوليوس، اهو ڄار ۾ قاتل آهي.“

اهو پکي جيڪو داڻي جي لالچ ۾ آهي، جيتوڻيڪ ڇت تي پَر کوليو ويٺو آهي پر انجام جي اعتبار سان اهو ڄار ۾ ڦاٿلآهي. ان جي نظرن جي سچائي حقيقت ۾ ان جي پيرن جي ڳنڍ آهي. اهو داڻي کي چور نظرن سان ڏسي رهيو آهي. اهو داڻو ان جي صبر ۽ قرار کي چورائي رهيو آهي.

جڏهن لالچي نظر پکيءَ کي داڻي ڏانهن ڇڪي آئي آهي ته پوءِ ان کي سمجهڻ گهرجي ته شڪاري ڪانئس غافل نه آهي، هو کيس پڪڙي وٺندو.

### عطار جي ساهميءَ جو تورو

ان عطار (عطر واري) جو قصو جنهن جي ساهميءَ جو وٽ ميٽ جو هو. ڳڙ تورڻ وقت خريدار ان ميٽ جو ٽڪر چوري ڪري کاڌو پر عطار کيس ڏٺو اڻ ڏٺو ڪري ڇڏيو.

پکي جهڙي طرح هيئن سمجهندو آهي ته اهو شڪاريءَ جي غفلت مان فائدو وٺي ڪري داڻو کائي ويندو پر پاڻ ڦاسي ويندو آهي. اهڙي طرح هن قصي ۾ خريدار اهو سمجهي رهيو هو ته هو دڪاندار جي غفلت مان فائدو حاصل ڪري رهيو آهي، حالانڪ اهو خود پنهنجو نقصان ڪري رهيو هو.

پیش عطارے یکے گل خوار رفت

تاخرو ابلوج وقندِ خاص و زفت

ترجمو: ”ميٽ ڪائڻ وارو عمدو اڇو ڳڙ وٺڻ لاءِ عطار وٽ ويو.“

عطار وٽ ميٽ جا تورا هئا، جن جي ذريعي گهٽ توريندو هو. عطار خريدار کي چيو ته پٿر جي تورن بدران مون وٽ ميٽ جا وٽ آهن. خريدار چيو ته مون کي ڳڙ جي ضرورت آهي، وٽن سان منهنجو ڪهڙو ڪم؟ جهڙا به هجن. ميٽ خور جي لاءِ ميٽ ته ڳڙ کان به وڌيڪ مزيدار هوندو آهي. عطار جو وٽن جي خرابيءَ کي ظاهر ڪرڻ ائين هو جيئن دلال چوڪريءَ ۾ خرابي ظاهر ڪئي جيڪا ان نوجوان جي لاءِ اڃا وڌيڪ دلچسپي جو سبب بڻي.

حلوائي وٽ گيهه ۽ کنڊ گهٽي هوندي آهي، ميٽ ڪائڻ واري جي لاءِ ميٽ دل پسند شيءِ آهي. دڪاندار ساهميءَ جي هڪ پڙ ۾ ميٽ رکيو ۽ ٻئي ۾ ڳڙ وڌو، جيئن ته ڳڙ جمي ويو هو، جنهن کي ڀڃڻ لاءِ ڪُرپيءَ جي ضرورت پئي. دڪاندار گراهڪ کي اتي وهاري پاڻ ڳڙ کي ڀڃڻ لاءِ ڪُرپي ڪڻڻ ويو. ايتري ۾ خريدار دڪاندار کان ڊڄندي ميٽ چورائي رهيو هو. دڪاندار کيس ڏسي ورتو پر پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ مشغول ڪيائين، تان ته اهو خريدار وڌيڪ ميٽ چورائي، ڇاڪاڻ ته اهو جيتري قدر ميٽ چورائيندو اوتري قدر کيس ڳڙ گهٽ ملندو. سو، هو پنهنجو نقصان ڪري رهيو هو.

منهنجو دير ڪرڻ منهنجي بيوقوفي نه آهي پر مون لاءِ فائديمند آهي، جڏهن تون گهر وڃي ڳڙ کي توريندين تڏهن پتو پئجي ويندو ته بيوقوف ڪير هو. پکي داڻي چڳڻ ۾ پنهنجو فائدو سمجهي رهيو آهي، حالانڪ اهوئي داڻو

ان جي هلاڪت جو سبب آهي.

هڪ شخص ڪنهن حسين سان نظربازي ٿو ڪري. بظاهر ته هو لطف اندوز ٿي رهيو آهي، پر هميشه جي لاءِ پاڻ لاءِ پريشانيون ڪٺي رهيو آهي. نظرباز تير خود نظرباز جي لاءِ تير سم (زهر جو تير) آهي. حديث شريف ۾ اچي ٿو ته "اَلنَّظَرُ سَهمٌ مَسمُومٌ مِن سِهَامِ ابلِيسَ "نظر بازي شيطان جي تيرن مان هڪ زهريلو تير آهي." دنيا جو زيب ۽ زينت ضعيف الايمان ماڻهن لاءِ چار آهي، مومن آخرت جا خواهشمند هوندا آهن.

من سلیمانؑ می نخواہم ملکِ تاں
بلکہ من برہانم ازہر ہلکِ تاں

ترجمو: "آئون سليمانؑ توهان جو ملڪ نٿو چاهيان پر آئون توهان کي هر هلاڪت کان ڇڏايان ٿو."

هي حضرت سليمانؑ جو قاصدن کي خطاب آهي، اهي ستارن جي پوڄاري هئا. چاڪاڻ ته ستاره پرستي هلاڪت آهي. دنيادار پنهنجي دولت جو غلام آهي، بادشاه ته اهو آهي جيڪو ان جي هلاڪت کان بچي نڪري. دنيادار پنهنجو پاڻ کي بادشاه ۽ حاڪم سمجهندو آهي، اهو ائين آهي جيئن شيديءَ تي ڪافور نالو رکجي.

**حضرت سليمان جي قاصدن کي دلداري ۽ تحفو قبول نه ڪرڻ جو عذر ۽ ان جي تشريح ڪرڻ**

اے رسولاں می فرستم تاں رسول
ردِ من بہتر شمارا از قبول

ترجمو: "اي قاصدو! آئون اوهان کي قاصد بنائي ڪري موڪليان ٿو، منهنجو تحفو رد ڪرڻ توهان جي لاءِ قبو ل ڪرڻ کان سٺو آهي."

هاڻي توهان منهنجي طرفان قاصد بنجي وڃو. منهنجو تحفي کي واپس ڪرڻ توهان جي لاءِ فائديمند آهي. توهان ايمان آڻيندوءِ، توهان پنهنجا واقعا وڃي بلقيس کي ٻڌايو ۽ کيس چئو ته چاليهن منزلن تائين توهان سون لتاڙي مون وٽ پهتا هئا ۽ هيءُ به کيس ٻڌائجو ته اوهان کي سون جو هديو پيش ڪرڻ ۾ شرمندگي ٿي رهي هئي. تان ته بلقيس هي سمجهي وڃي ته اسين ان جي دولت جا طالب نه آهيون.

محشر جي ڏينهن زمين چانديءَ جهڙي ڪئي ويندي ۽ اهو هن جي ڪري ٿيندو ته الله تعاليٰ هي ظاهر فرمائيندو ته وٽس سون ۽ چانديءَ جي ڪا قيمت ڪونهي. اسين سون کان بي نياز آهيون. اسين ته ماڻهن کي ايمان عطا ڪري زرين بنائيندا آهيون. مومن مخلص بنجي ويندو ته ڪيمياگر بنجي ويندو.

**آخرت جي ملڪن خاطر، دنيا جي سلطنت ۽ بادشاهي کي خيرباد چئي ڇڏيو**

پادشاہی نیستت برریش خود
پادشاہی چوں کُنی بر نیک و بد

ترجمو: "تنهنجي پنهنجي ڏاڙهيءَ تي به حڪومت نه آهي، هر سٺي ۽ بري تي بادشاهيءَ جي دعويٰ ڇو ٿو ڪرين؟"

جيڪڏهن ڏاڙهي تي تنهنجو حڪم هلي ها ته اها تنهنجي منشاء جي خلاف اڇي ڪانه ٿئي ها. اصل بادشاهت ان جي آهي جيڪو الله جي دربار ۾ سِر نياز جهڪائي. الله تعاليٰ کيس هن دنيا جي حڪومت کان سواءِ ٻيون حڪومتون به عطا فرمائيندو آهي پر جڏهن سجدي جو ذوق پيدا ٿي ويندو ته پوءِ اهو سلطنتن کان بيزار ٿي ويندو ۽ خدا کان دعا گهرندو ته بس، اها ئي دولت ڪافي آهي. دنياوي بادشاه جيئن ته بندگيءَ کان ناواقف آهن، انهيءَ ڪري اهي سلطنت جي شوق ۾ مبتلا آهن.

جيڪڏهن اهي واقف ٿي وڃن ته حضرت ابراهيم ادهم رحمة الله عليه وانگر حڪومت کي لت هڻي ڇڏين ها پر جيئن ته الله تعاليٰ کي دنيا جو نظام به هلائڻو آهي، انهيءَ ڪري ڪين ان لذت کان محروم ڪري ڇڏيائين ۽ اهي ان ۾ مگن آهن ته دنيا کان خراج وصول ڪن ٿا. دنيا جي دولت دنيا ۾ رهجي ويندي آهي. روح پرواز ڪري ويندو آهي. اهو سُرمو حاصل ڪر جنهن سان اهي شيون بي حقيقت نظر اچن.

حضرت يوسف عليه السلام رسيءَ جي ذريعي کوهه مان ٻاهر آيو هو، تون به عبادتن جي رسيءَ جي ذريعي دنيا جي هن کوهه مان ٻاهر اچ. جنهن وقت حضرت يوسف عليه السلام کوهه مان ٻاهر نڪتو ته ڏول ڪڍڻ واري دانهن ڪئي هئي ته: "خوشخبري آهي. هيءَ ته ڇوڪرو آهي." (يوسف:19) اهڙيءَ طرح تنهنجو روح تنهنجي کوهه مان نڪري اچڻ تي خوشخبري ڏيندو. دنيا ۾ نظر جو فريب آهي، جو دنيا جي بي حقيقت دولت قيمتي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ائين جيئن ٻار راند ۾ ٺڪرين کي پئسا تصور ڪندا آهن. جيڪي عارف بالله آهن اهي خود ڪيمياگر آهن. انهن جي نگاهه ۾ سون جي ڪا وقعت نه آهي.

**درويش جو بزرگن جي جماعت کي ڏسڻ**

خواب ۾ ڏسڻ ۽ ڪائڻ ڪمائيءَ جي مشغوليت کان سواءِ حلال روزيءَ جي درخواست ڪرڻ هن قصي مان هي ٻڌائڻ مقصد آهي ته اهل الله جي نظر ۾ دنيا جو مال هيچ آهي ۽ انهن جي همت ڪيميا جو ڪم ڪندي آهي.

*آں یکے درویش گفت اندر سمر*

*خضریان را من بدیدم خواب در*

ترجمو: "هڪ درويش قصي ۾ ٻڌايو ته مون خواب ۾ خضرين کي ڏٺو."

خضريءَ جو مطلب آهي ابدال، جيڪي حضرت خضر وانگر نگاهن کان پوشيده آهن. مون انهن ابدالن کي چيو ته ڪمائڻ ڪائڻ ته اُتي آهي. اهڙي ڪا تدبير ٻڌايو جو مون کي ڪمائي کان سواءِ حلال روزي حاصل ٿئي. اهي درويش مون کي جهنگ ۾ وٺي ويا. اُتي هنن جهنگلي ميوا پٽيا ۽ الله تعاليٰ کان دعا گهري ته منهنجي لاءِ اهي ميوا ڪڙا، مٺا بنجي ويا. انهن ميون کائڻ سان منهنجي ڪلام ۾ اها شيرني پيدا ٿي ويئي جو ماڻهو مون تان گهور ٿيڻ لڳا. عارف ڪامل کي پنهنجي شهرت ۽ عوام ۾ مقبوليت ناگوار هوندي آهي.

ڪلام جي اها جاذب ڪيفيت زائل ٿي ويئي جيڪا عوام جي گرويدگيءَ جو سبب هئي ۽ دل ۾ هڪ مسرت جو جذبو پيدا ٿي پيو. اها قلبي ڪيفيت ايتري قدر پُر مسرت هئي جو جيڪڏهن جنت ۾ فقط اها ئي حاصل هجي ته پوءِ ٻئي ڪنهن شيءِ جي تمنا جي ضرورت نه آهي.

**ڪاٺير کي سون ڏيڻ جو ارادو ڪرڻ**

*آں یکے درویش ہیزم می کشید*

*خستہ و ماندہ بیشہ در رسید*

ترجمو: "هڪ درويش ڪاٺيون ڪٽي اچي رهيو هو. جهنگ مان ٿڪو ٽٽو پئي آيو."

مون سوچيو ته آئون جهنگلي ميون تي گذارو ڪري ويندس. انهيءَ ڪري هاڻي مون کي ڪاٺي پيتي جو ڪو فڪر نه آهي. اهو درويش منهنجي هن عطيه مان به ٿي ڏينهن پنهنجو ڪم هلائيندو. اُن ڪاٺير جي دل کي الله تعاليٰ جي نور جي روشني حاصل هئي. مطلب ته روشن ضمير هو. دل جي ڳالهه ان تي ظاهر ٿي ويندي هئي. جيئن ڏيئو شيشي مان ظاهر هوندو آهي. بزرگ منهنجي خيال کي سمجهي ويو، ناراض ٿيو ۽ ٻڙ ٻڙ ڪيائين. مون ان بزرگ جي

ٻالھ تہ ڪونہ سمجھي پر ان جي ڪاوڙ جو اثر منھنجي دل تي ظاھر ٿيو. اھو ڪانير ڪانئن جي پري ڇڏي شينھن وانگر مون ڏانھن آيو تہ آئون ان جي ھيبت کان ڏڪڻ لڳس. ڪانيار چيو: اي خدا! جيڪڏھن تنھنجا مقبول بندا زنده آھن جن جي دعا اگھامي ٿي تہ آئون تنھنجي اھڙي مھرباني چاھيان ٿو جنھن سان ھي سڀ ڪانئيون سون بڻجي وڃن. بزرگ جي دعا سان اھي ڪانئيون سون جون بڻجي ويون. ڪانئين جي سون ٿيڻ کان پوءِ وري دعا گھريائين تہ تنھنجا مقبول ٻانھا شھرت کان پرھيز ڪندا آھن ۽ منھنجي ھي ڪرامت شھرت جو سبب بڻجي ويندي. انھيءَ ڪري ھنن ڪانئن کي اصلي حالت ۾ آڻ، تان تہ منھنجي شھرت نہ ٿئي، چنانچہ اھي ڪانئيون پنھنجي اصلي حالت ۾ آيون تہ درويش انھن کي ڪٽي روانو ٿيو. مون خيال ڪيو تہ درويش کان سُلوڪ جا مشڪل مسئلا پڇان، پر مون تي ايتري قدر رعب ٿيو جو آءٌ اھڙي سگھ نہ ساري سگھيس، جيڪي الله تعاليٰ جا اصل ٻانھا ھوندا آھن، عوام جي انھن تائين رسائي ڪونہ ٿيندي آھي. جيڪڏھن ٿئي بہ ٿي تہ اھا انھن بزرگن جي ڪشش ھوندي آھي. انھيءَ ڪري ان تي قربان ٿيڻ گھرجي. ائين نہ ھئڻ گھرجي جو قرب حاصل ٿيندي ئي گمراھي اختيار ڪجي! مشھور آھي تہ ڪنھن بادشاھ اعليٰ قسم جي دُنبن جي قرباني ڪئي ۽ اھي فقيرن ۾ تقسيم ڪيا. ھڪ فقير کي ران ملي، ان فقير دنبي جي ايتري ٿلھي ران ڪڏھن ڪونہ ڏٺي ھئي. تڏھن چوڻ لڳو تہ ھيءَ ڍڳئون جي ران آھي. يعني ھُن انعام کي نہ سڃاتو ۽ قدر نہ ڪيو. اھو فقير ڪوڙو ھو. اھا ران اعليٰ قسم جي دنبي جي ھئي. مطلب تہ ان صحبت جي قدر ۽ قيمت کي سڃاڻڻ گھرجي ۽ ان جي ناقدري نہ ڪرڻ گھرجي.

## قاصدن کي حضرت سليمانؑ جي ترغيب ڏيڻ

اڳ ۾ ٻڌايو ويو ھو تہ بزرگن جي صحبت انھن جي ڪشش سان حاصل ٿيندي آھي. ھاڻي حضرت سليمانؑ جي واقعي ذريعي بزرگ سمجھائي ٿو تہ بلقيس ۽ ان جي قوم جو حضرت سليمانؑ تائين پھچڻ سندس ڪشش سان ھو.

کہ بیائید اے عزیزاں زود زُود

کہ برآمد موجہا از بحرِجود

ترجمو: ”اي عزيزو! جلد اچو، ڇاڪاڻ تہ سخاوت جو سمنڊ موجون ھڻي رھيو آھي.“

ھن وقت رحمتِ خداوندي جو سمنڊ جوش ۾ آھي، جلد اچي فيضياب ٿيو. اھو سمنڊ جوش ۾ آھي ۽ ڪناري تي سوين موتي اڇلائي رھيو آھي. جلد اچي ڪري اھي حاصل ڪريو. حضرت سليمانؑ فرمايو: ھن وقت جنت جا دروازا کلي ويا آھن ۽ دعوتِ عام آھي. منھنجو پيش ڪيل دين اختيار ڪريو ۽ ستاره پرستي ڇڏيو. حضرت سليمانؑ قاصدن کي چيو تہ توھان بلقيس کي وڃي چئو تہ سڀ ھتي اچن ۽ سلامتي اختيار ڪن، جن کي ھينئر طلب نہ آھي اھي بہ اچن، ھتي اچڻ سان انھن ۾ بہ سچي طلب پيدا ٿي ويندي.

مُلک برہم زن تو ادہمؒ وار زود

تا بیابی ہمچو اُو مُلکِ خلود

ترجمو: ”تون ادھم وانگر جلد ملڪ کي خير باد چئو، تان تہ اُن وانگر ھميشگي جي سلطنت حاصل ڪرين.“

حضرت ابراھيم ادھمؒ خُراسان جي حڪومت ڇڏي فقيري اختيار ڪئي ھئي.

## سلطان ابراھيم ادھمؒ جي ھجرت جو سبب

خُفتہ بُود آں شہ شبانہ بر سریر

حارساں بربام اندر دارد گیر

ترجمو: ”اهو بادشاه رات جو تخت تي سُتو پيو هو. چوڪيدار ماڙيءَ تي نگرانيءَ ۾ هئا.“

سلطان ابراهيم عادل بادشاهه هو ۽ عادل بادشاهه کي پهريدارن جي ضرورت ڪانه هوندي آهي. جيئن صوفين کي رباب جو آواز اُن عهد جي يادگيري ڏياريندو آهي، جيڪو ازل ۾ بني آدم کان ورتو ويو هو، جنهن کي عهدِ الست بہ چيو ويندو آهي. اهڙي طرح چوڪيدارن سان بادشاهيءَ جو پتو پوندو آهي.

پس حکیماں گفتہ اند ایں لحنہا

از دوارِ چرخ بگر فتیم ما

ترجمو: ”حڪيمن چيو آهي تہ هي راڳ اسان آسمان جي گردش مان ورتا آهن.“

حڪيم فيثاغورث چيو آهي تہ موسيقيءَ جا ٻارهن مقام آسمان جي ٻارهن بُرجن مان، ست آواز ستن ستارن مان، چوويهه شعبا رات ڏينهن جي چوويهن ڪلاڪن مان ۽ اٺيتاليهه ترڪيبون سال جي اٺيتاليهن هفتن مان ورتيون ويون آهن. انهن حڪيمن مطابق آسمانن جي وچ ۾ هوا آهي ۽ ان مان آواز پيدا ٿين ٿا، جنهن جو نقل تنبوري ۽ ڳلي جي ذريعي ڪيو ويو آهي.

مومن چون ٿا تہ اهي سڀ آلاپ ۽ نغما بهشت جي حورن جي ڳائڻ ۽ جنت جي نهرن جي هلڻ ۽ وڻن لُڏڻ جي آواز مان بنيل آهن.

جيتوڻيڪ اسين براهِ راست جنت ۾ ڪونہ هئاسون، جو اتان ڪين ٻڌون پر جيئن تہ اسان جو ڏاڏو آدم اتي هو ۽ اسين ان جو جُز آهيون، انهيءَ ڪري اهي آلاپ اسان بہ اتي ٻڌا هئا. هن مٽي ۽ پاڻيءَ جي دنيا اسان کي جنت جون سموريون ڳالهيون وساريائي ڇڏيون آهن، پوءِ بہ ڪجهه ڳالهيون ياد آهن. هاڻي جيئن تہ اهي نغما اسان جي جسم مان پيدا ٿي رهيا آهن، جيڪو مٽي ۽ پاڻيءَ مان ٺهيو آهي، انهيءَ ڪري هاڻي ان مان اها مستي پيدا ڪونہ ٿي ٿئي جيڪا جنت ۾ طاري ٿيندي هئي. جنت جا آواز جڏهن انسان ادا ڪندو آهي تہ ان جو مثال هي آهي جو پاڪ پاڻي ناپاڪ ۾ ملي وڃي. ظاهر آهي تہ اِيئن ان جي پاڪيزگي ۽ لطافت ختم ٿي ويندي. ان جي باوجود ناپاڪ پاڻيءَ ۾ بہ پاڪ پاڻيءَ جون ڪجهه نہ ڪُجهه خاصيتون باقي رهجي وينديون آهن. جيڪڏهن اُن کي باهه تي وڌو وڃي تہ اهو ان کي وسائي ڇڏيندو. اهڙي طرح انهن آوازن ۾ ڪجهه نہ ڪجهه اثر باقي آهن ۽ اهي آواز غم جي باهه کي وسائي ڇڏيندا آهن. پوءِ انهن نغمن جو سماع جيئن تہ وصل محبوب جو تصور پيدا ڪندو آهي. انهيءَ ڪري اهو آواز عاشقن جي غذا آهي.

جيڪڏهن سامع ۾ عالي جذبا هوندا آهن تہ انهن ۾ اهو آواز، اپار پيدا ڪندو آهي ۽ خيال، جسم اختيار ڪندو آهي. عشق جي باهه انهن نغمن مان تيز ٿيندي آهي. جهڙي طرح اُن اڃاري شخص جي اڄ انهن اخروٽن سان تيز ٿي رهي هئي، جيڪي پاڻيءَ ۾ ڪري آواز پيدا ڪري رهيا هئا. ايندڙ حڪايت ۾ ان جو تفصيل آهي.

## اُڃاري شخص جي حڪايت

همراه اڃيو هو، پاڻي اونهي کڏ ۾ هو، هو پاڻيءَ تائين نٿي پهچي سگهيو، پوءِ هن اخروٽ جي وڻ تي چڙهي ڪري اخروٽ پٽي پاڻيءَ ۾ اڇلائڻ شروع ڪيا. اخروٽن جي پاڻيءَ ۾ ڪرڻ سان جيڪو آواز پيدا ٿي رهيو هو، هيءُ ان مان لطف اندوز ٿي رهيو هو. ايتري ۾ هڪ عقلمند شخص آيو. اُن عاقل هِن پياسي جي منشا ڪونہ سمجهي ۽ ڏنائين تہ اخروٽ ضايع ٿي رهيا آهن. تڏهن چوڻ لڳو تہ، اخروٽن جو ضايع ٿيڻ تنهنجي خواهش کي وڌائيندو، پاڻي انهن اخروٽن کي پاڻ ۾ جذب ڪري وٺي ٿو. تنهنجا اخروٽ پاڻيءَ ۾ غائب ٿي ويندا.

اخروٽ اڇلائڻ واري پياسي چيو تہ، منهنجو مقصد اخروٽ اڇلائڻ نہ آهي. غور ڪر، منهنجو مقصد ٻيو آهي. اخروٽ پٽي ان ڪري اڇلائي رهيو آهيان تہ انهن جي ڪِرڻ سان پاڻيءَ جو آواز ٻڌي سگهان ۽ ٻوڙيان ڏسي سگهان.

پياسي جو اهو ئي مشغلو هوندو آهي ته هو نهر يا حوض جا چڪر ڪاٽي ۽ جرفوٽن کي ڏسي ۽ پاڻيءَ جو آواز ٻڌي ۽ اِن جو اهو گهمڻ ائين آهي جيئن حاجي ڪعبي جو يا طالب ڪامل عارف جو طواف ڪندو رهندو آهي. جيئن اُڃي جو مقصد پاڻيءَ جو طواف، حاجيءَ جو مقصد ڪعبي جو طواف آهي. اهڙيءَ طرح منهنجو مثنويءَ مان مقصد اي حسام الدين تون آهين.

منهنجي هن مثنوي جي ابتدا ۽ انتها سڀ ڪجهه تنهنجي لاءِ آهي. هن ۾ تنهنجي مدد شامل حال آهي ۽ مون کي هن جي تڪميل ۾ تنهنجي مهربانين ۽ امداد تي ڀروسو آهي. جيڪڏهن تو اها مثنوي قبول ڪئي ته منهنجي عزت افزائي ٿيندي، ڇاڪاڻ ته توهان منهنجي دل ۽ جان جا سلطان ۽ بادشاهه آهيو. وڏا ماڻهو هر سٺي ۽ خراب کي قبول ڪندا آهن ۽ پوءِ ڪڏهن ان کي رد نه ڪندا آهن. اي حسام الدين! جڏهن توهان مثنويءَ جو ٻوٽو لڳايو آهي ته پوءِ هاڻي ان جي آبياري به ڪندا رهو. آئون مثنوي جي لفظن ۾ تنهنجو راز ۽ احوال بيان ڪري رهيو آهيان. ان جي ڳالهائڻ ۾ منهنجو نه، تنهنجو آواز گونجي رهيو آهي. هيءُ آواز جيتوڻيڪ تنهنجي نڙيءَ مان نڪري رهيو آهي، پر حقيقت ۾ اهو خدائي آواز آهي. تون خدا جو عاشق آهين، انهيءَ ڪري خدا کان ڪڏهن جدا آهين؟ الله تعاليٰ جو پنهنجي نيڪ ٻانهن سان اهو اتصال آهي جنهنجي ڪيفيت ناقابل بيان آهي ۽ اهو اتصال ڪنهن قياس ۾ نٿو اچي سگهي. هي خدائي اتصال انسانن سان آهي، بن مانسن سان نه آهي ۽ انسان اهو آهي جيڪو پنهنجي خالق کي سڃاڻي. گهڻا انسان جي شڪل ۾ آهن پر انهن ۾ انسانيت نه آهي.

**مَا رَمَيتَ اِذرَمَيتَ جو مفهوم**

جنگ بدر ۾ حضور ﷺ جن هڪ مُٺِ مٽيءَ جي دشمنن ڏانهن اڇلائي، جنهن سان اهي مبهوت ۽ حيران ٿي ويا. قرآن پاڪ ان جي باري ۾ فرمايو ته اها مٽي تو ڪانه اڇلي اسان اُڇلي. هي اهو اتصال آهي، جيڪو آئون سمجهائي رهيو آهيان، پر تون روح ڪانسواءِ ڪوڪلو جسم آهين ۽ يقين جي مرتبي کي ڪونه پهچي سگهيو آهين. تون پنهنجي جسم جي سلطنت کي اهڙي طرح خيرباد چئو جهڙي طرح بلقيس حضرت سليمان عليه السلام جي خاطر سلطنت کي خيرباد چيو هو.

*مى كنم لاحول يعنى چاره نيست*
*چوں ترا در دل بضدم گفتنى ست*

ترجمو: "آئون لاحول پڙهان ٿو، يعني ڪو علاج نه آهي، جڏهن ته تنهنجي دل ۾ منهنجي خلاف ڳالهيون آهن."

هتي پهچي مولانا کي مثنويءَ جي معترضن (اعتراض ڪرڻ وارن) جو خيال اچي ويو. فرمائي ٿو ته آئون پنهنجي گفتگو تي لاحول ڪونه ٿو پڙهان، پر انهن ماڻهن تي پڙهان ٿو جن جي دلين ۾مثنويءَ جو انڪار ۽ ان جي متعلق بدگمانيون آهن. جڏهن ته مخالفن پڪو پهه ڪيو آهي ته پوءِ لاحول پڙهڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو نه آهي. چڱو، جيڪڏهن منهنجي گفتگو توهان کان هضم نٿي ٿئي ته پوءِ توهان هن جهڙي مثنوي ٺاهي ڏيکاريو. ان تي مولانا هڪ قصو ٻڌائي ٿو.

**بانسري واري جو قصو**

هڪ بانسري وڄائڻ واري ڪان بانسري وڄائيدي ٽِڙِ نڪري ويو، ان تي هُن ڪاوڙ مان بانسري پنهنجي مقعد حوالي ڪئي ۽ چوڻ لڳو، "جيڪڏهن تون سٺي وڄائڻ ڄاڻين ٿي ته هان وٺ، وڄاءِ!"

## برداشت خاطر تواضع جو رستو اختيار ڪرڻ جو بيان

معترضن بي ادبي جو رستو اختيار ڪيو هو. ان تي مولانا برداشت جو مضمون شروع ڪري ٿو.

اي مسلماں خود ادب اندر طلب
نيست اِلاّ حمل از هر بے ادب

ترجمو: ”اي مسلمان! هر بي ادب ڪي طلب جي راهہ ۾ برداشت ڪرڻ کان سواءِ ادب حاصل نہ ٿي سگهندو.“

طالب ۽ سالڪ جو طريقو هيءُ آهي تہ هو هر ناگواري کي برداشت ڪري. جنهن کي تون ڏسين تہ هو ٻئي جي بُرائي ۾ شڪايت ڪري رهيو آهي تہ تون سمجهہ تہ اهو خود بدعادت آهي. چاڪاڻ تہ هي بدگوئي ۾ مبتلا ٿي ويو آهي. سُني عادت تہ ان شخص جي آهي جيڪو بُرن کي برداشت ڪري. ڪامل عارف بہ طالب جي شڪايت ڪندو آهي، پر ان جي شڪايت جهيڙي ۽ نفس جي تقاضائن جي بنياد تي ڪانہ هوندي آهي، پر خداوندي حڪم سان طالب جي اصلاح لاءِ هوندي آهي ۽ سندس اها شڪايت ائين آهي جيئن انبيائن قومن جي شڪايت ڪئي هئي. انبيائن جي ڪاوڙ ۽ شڪايت خدائي حڪم سان هوندي آهي، اهي تہ نفس اماره کي ماري چڪا آهن، انهيءَ ڪري انهن جي ڪاوڙ نفس جي ڪري نہ آهي، حڪم ايزديءَ سان آهي. جنهن وقت جنگ احد ۾حضورﷺ کي مشرڪن زخمي ڪيو هو، اُن وقت پاڻ سڳورنﷺ هيءَ دعا گهري هئي: اَللّٰهُمَّ اهدِ قَومِي فَاِنَّهُم لَايَعلَمُونَ، ”اي الله! منهنجي قوم کي هدايت ڏي، اهي منهنجي مرتبي کي نٿا ڄاڻن“

## حضرت سليمانؑ جي بلقيس کي ڌمڪي

هين بيا بلقيس ورنہ بدشود
لشڪرت خصمت شود مرتد شود

ترجمو: ”خبردار! بلقيس هلي آ، ورنہ بُرو ٿيندو، تنهنجو لشڪر تنهنجو دشمن ٿي ويندو، باغي ٿي ويندو.“

تنهنجو لشڪر خود تنهنجو دشمن ٿي ويندو، اطاعت کان ڦري ويندو، چوڪيدار خود دروازو ٽوڙي ڇڏيندو. تنهنجي جان خود تنهنجي دشمن ٿي ويندي. الله تعاليٰ جڏهن ڪنهن کي تباهہ ڪرڻ گهرندو آهي تہ ڪائنات جو ذرو ذرو ان جو دشمن ٿي پوندو آهي. قرآن مجيد ۾ آهي تہ: اَمَّا عَادٌ فَاُهْلِكُوْا بِرِيْحٍ صَرْصَرٍ عَاتِيَةٍ ۙ (الحاقة:٦) عاد جي قوم آنڌي ۽ طوفان سان هلاڪ ڪئي وئي.“ قرآن مجيد ۾ ٻي جاءِ تي آهي: ”وَ اَغْرَقْنَا الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا... “جن ماڻهن اسان جي آيتن جي تڪذيب ڪئي، اسان انهن کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙيو. فَغَشِيَهُمْ مِّنَ الْيَمِّ مَا غَشِيَهُمْ ؕ (طٰہٰ:٧٨) ”پوءِ انهن کي سمنڊ ڍڪي ڇڏيو.“ قرآن مجيد ۾ آهي تہ، فَخَسَفْنَا بِهٖ وَ بِدَارِهِ الْاَرْضَ ۫ (القصص:٨١) ”پوءِ اسان ان کي ۽ ان جي گهر کي زمين ۾ گهائي ڇڏيو.“ قرآن پاڪ ۾ آهي، ” فَجَعَلَهُمْ كَعَصْفٍ مَّاْكُوْلٍ ۠ (الفيل-٥) ”پوءِ انهن کي کاڌل گاهہ جي اولڙ جهڙو ڪري ڇڏيائين. حضرت دائودؑ تي پٿر دشمن ڏانهن اڇلايا تہ انهن جا سوين ٽڪرا ٿي ڪين لڳا ۽ اهي هلاڪ ٿي ويا. حضرت لوطؑ جي قوم سنگسار ڪئي وئي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ: ”لِنُرْسِلَ عَلَيْهِمْ حِجَارَةً مِّنْ طِيْنٍ ۙ (الذاريات-٣٣) ”تان تہ اسين انهن تي مٽيءَ جا پٿر وسايون.“ جيڪڏهن انهن ڳالهين جي تشريح ڪئي وڃي تہ جمادات انبيائن جي ڪهڙي مدد ڪئي آهي تہ مثنوي جي ضخامت چاليهن اُٺن جو بوجهہ ٿي ويندي.

دست بر ڪافر گواهي مي دهد
لشڪرِ حق مي شود سرمي نهد

ترجمو: ”هٿ ڪافر جي خلاف شاهدي ڏئي ٿو، الله جو لشڪر بنجي وڃي ٿو ۽ اطاعت ڪري ٿو.“

قرآن مجيد ۾ آهي تہ: وَ تُكَلِّمُنَاۤ اَيْدِيْهِمْ وَ تَشْهَدُ اَرْجُلُهُمْ بِمَا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ﴿٦٥﴾ (يٰس-٦٥) ”۽ انهن جا هٿ اسان سان ڳالهائيندا ۽ انهن جا پير شاهدي ڏيندا انهن ڪمن جي جيڪي انهن ڪيا. الله تعاليٰ جي مخالف ڪي ڊڄڻ گهرجي. اهو الله تعاليٰ جي ڪائنات جي لشڪرن ۾ گهيريل آهي. انسان جو هر جزو الله تعاليٰ جو لشڪر آهي. هن وقت نفاق جي ڪري منڪرن جو ساٿ ڏئي رهيو آهي. جيڪڏهن الله تعاليٰ ان کي چوي تہ هن کي تنگ ڪر، تہ اک جو سور سؤ علامتون پيدا ڪندو، ڏندن جو سور انسان کي مصيبت ۾ مبتلا ڪري ڇڏي ٿو. طب جي ڪتابن جو اهو باب جنهن ۾ بيمارين جو ذڪر آهي، ان مان معلوم ٿي ويندو تہ انسان جي بدن ۾ ڪيتري قدر بيماريون لِڪل آهن. الله جي ٻاهرين لشڪرن جو ذڪر ڇڏيو، خود انسان جي اندر اهڙيون بيماريون آهن، جيڪي مخالفن جي صف شڪن ۾ آهن.

*مُلک را بگذار بلقیس از نخست*

*چوں مرا یابی ہمہ ملک آنِ تُست*

ترجمو: ”اي بلقيس! پهريان سلطنت کي ڇڏ، جڏهن تون مونکي حاصل ڪري وٺندينءَ، پوءِ سڄو ملڪ تنهنجي ملڪيت آهي.“

بلقيس کي خطاب آهي تہ ظاهري سلطنت ڇڏي اچ. جڏهن تون ايمان آڻيندينءَ پوءِ سڄي ڪائنات تنهنجي محڪوم ٿي ويندي. انسان پنهنجي باري ۾ گهڻين غلط فهمين ۾ مبتلا رهندو آهي ۽ ٻين کان پنهنجو پاڻ کي ممتاز سمجهندو آهي، حالانڪ انسان جا اهي سڀ تصور حقيقتن جي ابتڙ آهن. انسان پنهنجو پاڻ کي مقرب بارگاه ۽ مخلوق کان پري ٿي ڏسي پوءِ ڪيس معلوم ٿي ويندو تہ مخلوق سان ان کي ڪهڙو اُنس آهي. تو هيءُ جيڪو سمجهيو آهي تہ، تون عابد ۽ هو معبود آهي ۽ ٻئي جدا شيون آهن، اهو غلط خيال آهي. تون تہ ذاتِ باري جو مظهر آهين ۽ الله تعاليٰ پنهنجي وحدت سان تو ۾ ظاهر آهي. ٻيو تہ انهن مظهرن ۽ تعينات جي گهڻائي ان وحدت جي منافي نہ آهي.

الله تعاليٰ قائم بنفسہ آهي، اهوئي عين موجود آهي، باقي موجودات ان جا مظهر آهن، جيڪي ان سان قائم آهن. حضرت آدم عليہ السلام ذَرَاتِ عالم کي پنهنجي ذات ۾ مشاهدو ڪندو هو، ڇاڪاڻ تہ ان جي حقيقت حقائقِ الاهيہ ۽ ڪونده جي جامع هئي. ان جي اولاد کي بہ اهڙو ئي هجڻ گهرجي.

*چیست اندر خُم کہ اندر نہر نیست*

*چیست اندر خانہ کاندر شہر نیست*

ترجمو: ”مَٽ ۾ ڪهڙي شيءَ آهي جيڪا نهر ۾ نہ آهي؟ گهر ۾ ڇا آهي جيڪو شهر ۾ نہ آهي؟“

هن شعر ۾ عالم (جهان) کي خُم ۽ خانہ سان تعبير ڪيو ويو آهي ۽ انساني قلب کي نهر ۽ شهر سان تعبير ڪيو ويو آهي يعني جيڪي ڪجهہ جهان ۾ آهي، اهو قلبِ انساني ۾ ان جي وُسعت جي ڪري بدرجہ اوليٰ آهي. انسان عالمِ ڪبير آهي ۽ دنيا عالمِ صغير آهي.

## حضرت سليمان عليہ السلام جو بلقيس تي حقيقت واضح ڪرڻ

حضرت سليمان عليہ السلام جو بلقيس تي اهو واضح ڪرڻ تہ تنهنجي ايمان جي باري ۾ ڪوشش خالص الله جي حڪم سان آهي. منهنجو ان ۾ ذرو بہ مطلب ڪونهي. نہ تنهنجي نقش نگار ۾، نہ تنهنجي حسن ۾ ۽ نہ تنهنجي سلطنت ۾! جڏهن تنهنجي روح جي اک الله جي نور سان کلندي تڏهن تون خود ڄاڻندينءَ تہ اهو سڀ مطلب کان سواءِ هو.

*ہیں بیا کہ من رسولم دعوتی*

*چوں اجل شہوت کُشم نے شہوتی*

ترجمو: خبردار! هلي آ، ڇاڪاڻ تہ آئون دعوت ڏيڻ وارو رسول آهيان، موت وانگر آئون دشمن کي ماري ڇڏيندو آهيان، شهوت وارو نہ آهيان.

آئون اهڙو رسول آهيان جيڪو ماڻهن کي پنهنجي دين جي دعوت ڏيان. موت قاطع شهوت آهي. آئون شهوت جي بنياد تي توکي دعوت نہ ڏئي رهيو آهيان. رسولن ۾ جيتوڻيڪ عورتن جي شهوت هوندي آهي، پر اهي شهوت کان مغلوب ڪونہ ٿيندا آهن، پر شهوت تي غالب رهندا آهن. آئون ڪنهن حسين جي محبت جو قيدي نہ آهيان. حضرت خليل الله ۽ ٻين نبين جو ڪم بت شڪني هو. رسول جيتوڻيڪ بتخاني ۾ (تبليغ وغيره جي خيال سان) وڃي ٿو تہ بت اونڌا ٿي وڃن ٿا. حضورﷺ خانہ ڪعبہ ۾ ويا تہ بت اونڌا ٿي ويا. ابوجهل ويندو هو تہ خود انهن جي اڳيان جهڪندو هو. دنيا شهورت جو گهر آهي، نبي ۽ ڪافر ٻئي هن ۾ مقيم آهن، پر شهوت پاڪ ماڻهن جي غلام هوندي آهي. ان جو مثال سون وانگر آهي. سون ڀٽيءَ ۾ وڃڻ ڪان پوءِ اجا وڌيڪ ڳرو ٿي ويندو آهي. ڪافرن جو مثال مُلمّع شده (پالش ڪيل) شيءِ جهڙو آهي، جيڪا ڀٽيءَ ۾ وڃڻ ڪان پوءِ وڌيڪ ڪاري ٿيندي آهي. ڪرو امتحان ۾ پوڻ ڪان پوءِ وڌڪ ڪرو بنجي ويندو آهي. ڪوٽي جي ڪوٽ ظاهر ٿي ويندي آهي. مومن جو ڪم نبين جي روحاني طاقت ڏسڻ آهي. شيطان حضرت آدم عليه السلام جي مٽيءَ جي جسم کي ڏٺو، تڏهن ان جو منڪر ٿيو. انبيائن جي روحاني طاقت ۽ اوصاف خاڪي جسم ۾ نٿا لڪي سگهن.. سج تي مٽي اڇلائڻ سان اهو نٿو لڪي سگهي. دريا تي ڪک اڇي وڃن تہ اهو ڪکن سان نٿو ڍڪجي سگهي.

خيز بلقيسا چو ادهمؒ شاه وار

دود ازيں مُلکِ دوسہ روزه بر آر

ترجمو: اي بلقيس! ادهمؒ بادشاهہ وانگر اٿي ڪڙي ٿيءُ! هن ٻن ٽن ڏينهن جي حڪومت مان دونهون اٿي رهيو آهي

مولانا جو بلقيس کي خطاب آهي تہ ابراهيمؒ ادهم وانگر تون بہ ملڪ ۽ سلطنت کي خيرباد چئو.

**ابراهيم ادهمؒ جو رهيل قصو**

حضرت ابراهيم ادهمؒ رات جي وقت پنهنجي شاهي تخت تي سمهي رهيو هو تہ ڇت تي ڪنهن جي هَلڻ ڦرڻ جو آواز ٻڌائين.

بانگ زد بر روزنِ قصر او کہ کيست

ايں نباشد آدمي مانا پَريست

ترجمو: ”محل جي دريءَ تي آواز ڏنائين: ڪير آهي؟ هي يقيناً ڪو انسان نہ آهي، ڀُوت آهي.“

انسان جي مجال نہ آهي جو بادشاهي ماڙيءَ تي رات جو چڙهي اچي. يقيناً ڪو ڀوت يا جِن آهي.

مٿان ورندي ملي تہ اسين ڪنهن ڳولا ۾ آهيون. حضرت ابراهيمؒ پڇيو، ڇا ٿا ڳوليو؟ هن چيو تہ اُٺ ڳولي رهيا آهيون. حضرت ابراهيمؒ چيو، ڇا اڄ ڏينهن تائين ڇت تي بہ ڪنهن اُٺ ڳوليو آهي؟ هن جواب ڏنو تہ جيڪڏهن ڇت تي اُٺ ڳولڻ غلط آهي تہ پوءِ خدا کي تخت ۽ تاج ۾ تلاش ڪرڻ ڪيئن صحيح آهي؟

بس اُن واقعي ڪان پوءِ ابراهيمؒ جا حالات بدلجي ويا ۽ هو ماڻهن جي نظرن ڪان غائب ٿي ويو. حضرت ابراهيمؒ جو ماڻهن جي نظرن ڪان غائب ٿيڻ هيئن آهي تہ ان جي باطني اوصاف ۽ مرتبي کي ماڻهو سمجهي نہ سگهيا، جيتوڻيڪ هو انهن جي اڳيان هو. انهيءَ ڪري ظاهربين جي نگاهہ تہ فقط ظاهر تي هوندي آهي. حضرت ابراهيم ادهم پنهنجي اکين ڪان استغراق جي ڪري پري ۽ ٻين ماڻهن جي نگاهن ڪان بہ پري ٿي ويو. بس عُنقا وانگر

سندس مشهوري ٿي وئي، جيئن سيمرغ (جانور) ماڻهن جي نگاهن کان پري آهي، انهيءَ ڪري هن جو ڏاڍو چرچو آهي.

حضرت سليمانعليه السلام جي واقعي جون يقيني ڳالهيون ته خدا کي معلوم آهن، جيڪي ڪجهه مشهور هو، اهو بيان ڪيو اٿئون.

**سبا وارن جو رهيل قصو ۽ حضرت سليمانعليه السلام جي نصيحت**

قصه گويم از سبا مشتاق وار

چوں صبا آمد بسوئے لاله زار

ترجمو: ”سڪايل سبا جو قصو ٻڌايان ٿو، جڏهن لاله زار ڏانهن (باد) صبا پُهتي.“

مطلب ته حضرت سليمانعليه السلام جي دعوت پهتي. حضرت سليمانعليه السلام سيني پکين جون ٻوليون ڄاڻندو هو.

**بلقيس جو ملڪ مان آزاد ٿيڻ ۽ ايمان جي شوق ۾ مست ٿيڻ**

مطلب ته دعوتِ سليمانعليه السلام تي بلقيس ايمان جي شوق ۾ مست ٿي وئي ۽ پنهنجي ملڪ ۽ سلطنت جي هر شيءِ جي محبت دل مان ڪڍي ڇڏيائين، پر ڪيس پنهنجي ان شاهي تخت سان محبت رهي جيڪو ڏاڍو قيمتي هو.

چوں سليمانؑ سوی مرغانِ سبا

يک صفيرے کرد وبست آں جمله را

ترجمو: ”جڏهن سليمانعليه السلام سبا جي پکين لاءِ سيٽي وڄائي ۽ سين کي ٻڌي ڇڏيائين.“

سيني ماڻهن حضرت سليمانعليه السلام تي ايمان آندو. البت اهي ماڻهو جن ۾ استعداد ۽ قابليت نه هئي، اهي محروم رهيا. منهنجي ڳالهه مان هي شبهو نه ٿئي ته وحي ۾ اها صلاحيت نه آهي. جو اهو بدمزاج ماڻهن کي متاثر ڪري سگهي، پر اهي به جيڪڏهن توجهه ڪن ۽ طلب پيدا ڪن، ته خدا انهن جي مدد ڪري ٿو ۽ منجهن صلاحيت پيدا فرمائي ٿو. بلقيس مال ۽ دولت کان اهڙي بي نياز ٿي، جهڙي طرح عاشق ننگ ۽ نالي کان بي نياز هوندو آهي. تفريح جا اسباب هن لاءِ تڪليف جو سبب بنجي ويا. غصي ۽ ڪاوڙ جي اها ئي خاصيت هوندي آهي، ته جيڪي شيون محبوب هونديون آهن، اهي اهڙي حالت ۾ مردود بنجي وينديون آهن.

جڏهن انسان لااله جو قائل ٿئي ٿو، تڏهن ان جي لاءِ غيرالله هيچ بنجي ويندو آهي، لااله ڪلمهٔ طيبه جو حقيقي اثر اهو ئي آهي ته الله کان علاوه سڀ اجايو لڳندو آهي. بلقيس کي سلطنت جي ڪنهن شيءِ ڇڏڻ تي افسوس ڪونه هو پر تخت ڇڏڻ جو افسوس هو. حضرت سليمانعليه السلام بلقيس جي ان قلبي ڪيفيت کان باخبر ٿي ويو. ڇاڪاڻ ته دل کان دل تائين رستو پيدا ٿي چڪو هو ۽ پاڻ ۾ تعلق استوار ٿي چڪو هو. حضرت سليمان ماڪوڙيءَ جي ڳالهه ٻڌي وٺندو هو ۽ پري پري جا دلي راز سمجهي وٺندو هو ۽ قرآن ۾ آهي ته ”جڏهن حضرت سليمانعليه السلام ماڪوڙين جي جهنگ ۾ پهتو ته هڪ ماڪوڙيءَ چيو: اي ماڪوڙيون! پنهنجي ٻرن ۾ گهڙي وڃو، توهان کي سليمان ۽ ان جو لشڪر لتاڙي نه ڇڏي. تڏهن حضرت سليمانعليه السلام ان جي ڳالهه ٻڌي کلي ڏنو.“

جيڪڏهن آئون ان جو تفصيل بيان ڪريان ته بلقيس کي تخت سان ڇو محبت هئي ته ڳالهه ڊگهي ٿي ويندي. پوءِ به ٿلهي ليکي ڪجهه بيان ڪريان ٿو: محبت جي تقاضا هيءَ هئي ته بلقيس تخت کي گڏ کڻي اچي ها پر جيئن ته ان جي ڊيگهه ۽ ويڪر وڏي هئي، جنهن کي منتقل ڪرڻ ممڪن نه هو. ان کي ٽوڙي اِن ڪري ڪونه آنديائين ته تخت تي نازڪ ۽ باريڪ ڪم ٿيل هو جيڪو خراب ٿي وڃي ها. جڏهن حضرت سليمان تي بلقيس جي دل جي حالت واضح ٿي وئي،

تڏهن سوچيائين تہ روحاني عروج کان پوءِ جيتوڻيڪ تخت وغيره جي محبت هٽي ويندي پر في الحال هن کي تخت جو ڏک آهي. انهيءَ کري تخت کي گهرائڻ گهرجي، فنا کان پوءِ جڏهن بقا حاصل ٿيندي آهي، تڏهن سڀئي مادي شيون بي وقعت ٿي ونديون آهن. جڏهن سمنڊ مان موتي حاصل ٿيندو آهي تہ پوءِ انسان ان جي ڪکن ڏانهن نظر ڪونہ ڪندو آهي. جڏهن سج اڀرندو آهي، تڏهن اهي ستارا جيڪي برج عقرب وٽ دُم عقرب (عقرب جي پڇ) وانگر گڏ ٿيندا آهن، انهن ڏانهن ڪو نگاهہ ئي ڪونہ ڪندو آهي.

بقليس جي تخت سان محبت ٻاراڻي ڳالهہ هئي. جِنن جي ذريعي ان کي سولائيءَ سان منتقل ڪري سگهجي پيو. مشهور آهي تہ، اياز پنهنجي اصلي گوڏڙي ۽ جهنگلي چپل خزاني ۾ سنڀالي رکيا هئا. هو انهن کي ڏسي پنهنجي اصلي حالت ياد ڪندو هو. اهڙيءَ طرح تخت بلقيس جي لاءِ عبرت جو سبب ٿيندو، جو ان جي پهرين حالت ڪيتري قدر خراب هئي جو هوءَ تخت جهڙين شين سان محبت ڪندي هئي. پهرين دنيا جي سينگار ۾ قائل هئي، هاڻي روحانيت جي اعليٰ مقام تي فائز آهي. الله تعاليٰ انساني خلقت جا مرتبا بيان ڪيا. هي ظاهر فرمايو تہ انسان کي الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان ڪٿان ڪان ڪٿي پهچائي ڇڏيو البت ان جي ابتدا انهن شين سان آهي جن جي ذڪر سان بہ ڪيس شرم اچي ٿو.

قرآن پاڪ ۾ آهي تہ "اسان انسان کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو، پوءِ ان کي نطفو بنايو، پوءِ نطفي مان علقو، پوءِ علقي مان مضغہ بنايو. پوءِ اسان ڪيس هڪ نئين صورت عطا ڪئي." (المؤمنون:12)

انسان زبانِ حال سان پنهنجي ابتدائي حالت کان ترقي ڪرڻ جو انڪاري هو. انسان کي ايتري قدر فضيلت ڏيڻ ان انڪار جو دفعيہ آهي جو ان جي فطرت ڪري رهي هئي. جنهن انڪار کي تون پنهنجي دعويٰ جي تائيد سمجهين ٿو، اهو انڪار تنهنجي دعويٰ جي ترديد بنجندو. جنهن شيءِ کي تون پنهنجي موافق سمجهين ٿو، اها ئي مخالف ٿيندي. مٽيءَ ۾ اها زندگي ۽ استعداد فقط الله جي قدرت سان آيو آهي. هي انسان نطفو هو. اڄ هو ان حالت ۾ آهي، جو حشر ۽ نشر جو انڪار ڪري ٿو. اهو الله تعاليٰ جي قدرت جو ئي ڪرشمو آهي. پوءِ ٻيو دفعو انجو حشر ۽ نشر الله تعاليٰ جي قدرت کان ڪيئن خارج ٿي سگهي ٿو. نطفي جي حالت ۾تو ۾ انڪار جي صلاحيت ڪونہ هئي. جڏهن هي ڳالهہ ثابت ٿي وئي تہ تون جماديت کان هن مرتبي تي پهتو آهين جو تو ۾ انڪار جي صلاحيت پيدا ٿي وئي آهي تہ پوءِ تنهنجي انڪار جي صلاحيت هن ڳالهہ جو دليل ٿي وئي تہ تنهنجو ٻيو دفعو حشر ٿي سگهي ٿو. تنهنجو اهو انڪار خود حشر جو اقرار هن طرح آهي تہ جيئن ڪو ماڻهو زيد کي سڏي. ان جي گهر وچي ۽ خود زيد اندران چوي تہ زيد گهر ۾ ڪونهي. حقيقت ۾ سندس اهو انڪار اُن جي موجود هئڻ جو اقرار آهي. جماديت کان ترقي ڪري هن مرتبي تائين پهچڻ جو انڪار خود حشر کي سوين دليلن سان ثابت ڪري رهيو آهي. انسان بنجڻ تائين مختلف مرتبن ۾ الله جون ڪيتري قدر ڪاريگريون آهن، انهن جي هوندي حشر جو انڪار ڪيستائين ٿي سگهندو. مٽي ۽ پاڻي ۾ هيءَ استعداد اچي وئي جو هن سوره "هل اتیٰ "جي مضمون جو (جيڪو حشر ۽ نشر متعلق آهي) انڪار ڪيو.

ان مان ثابت ٿيو تہ مٽي ۽ پاڻيءَ جو انڪار جي مرتبي تائين ترقي ڪرڻ خود حشر جي انڪار جي نفي ڪري ٿو. گهر اندران خود پنهنجي نہ هئڻ جي خبر ڏيڻ کي، خبر ڏيڻ نٿو سمجهي. آئون هن مضمون کي تہ انڪار خود اقرار آهي، مختلف طريقن سان سمجهائي سگهان ٿو، پر باريڪ بينين جو سمجهائڻ ڪن ناسمجهہ ماڻهن جي لغزش جو سبب بنجي ويندو آهي. انهيءَ ڪري آئون خاموشي اختيار ڪريان ٿو ۽ بلقيس جي تخت منتقل ٿيڻ جي ڳالهہ شروع ٿو ڪريان.

### بلقيس جي اچڻ کان اڳ تخت حاضر ڪرڻ لاءِ حضرت سليمان عليه السلام جي تدبير

پس سليماں گفت بالشکر عياں
تخت او را حاضر آريد ايں زماں

ترجمو: ”پوءِ (حضرت) سليمان عليه السلام لشڪر کي چٽيءَ طرح چيو ته، ان جي تخت کي فوراً حاضر ڪريو.“

جِنن مان هڪ سرڪش جن چيو ته مجلس ختم ٿيڻ کان اڳ ۾ حاضر ڪندس. ابنِ برخيا جيڪو حضرت سليمان جو وزير هو، اُن چيو آئون اسمِ اعظم جي برڪت سان فورن حاضر ڪندس، جيتوڻيڪ اهو جن به جادو ۾ ماهر هو پر تخت جو اچڻ حضرت آصف بن برخيا جي دم ڪرڻ جي برڪت سان ٿيو. حضرت سليمان عليه السلام ان ۾ بين نعمتن تي الله تعاليٰ جي تعريف ڪئي. جيئن ته تخت ڪاٺ جو ٺهيل هو، انهيءَ ڪري ان کي وڻ جي لفظ سان خطاب ڪري فرمايائين ته، تون بيوقوفن کي پنهنجي محبت ۾ ڦاسائين ٿو. بيوقوف ماڻهو چنبيل ڪاٺي ۾ پٿر جي بتن کي سجدا ڪندا آهن. بتن جا پوڄاري ۾ بت هئي روح کان بي خبر آهن. اهڙن بتن ۾ روح جو ٿورو اثر اچي ويندو آهي، جنهن ڪري ڪڏهن انهن کان حرڪت يا ڳالهه ظاهر ٿيندي آهي. اهي بيوقوف ماڻهو عبادت جي بازي کُملا ڪيڏندا آهن. پٿر جي بت کي حقيقي شينهن سمجهندا آهن. الله تعاليٰ انهن جي استدراج لاءِ بتن کان اهڙي طرح ڪرامتون ظاهر ڪرائيندو آهي يعني ڪُتي کي هڏي ڏيندو آهي. الله تعاليٰ رب العالمين آهي، انهيءَ ڪري ڪتي جهڙي بدنظر کي غذا مهيا فرمائيندو آهي.

### حليمه جو بُتن کان مدد وٺڻ

جيئن ته هن قصي ۾ به بُتن جي گفتگوءَ جو ذڪر آهي، انهيءَ ڪري ان کي بيان ڪيو ويو آهي.

قصهٔ رازِ حليمه گويمت
تاز دايد داستانِ او غمت

ترجمو: ”آئون تو سان حليمه جي راز جو قصو چوان ٿو، تان ته ان جو داستان تنهنجو غم ٽاري سگهي.“

حليمه سعديه حضور صلی الله علیه وسلم جن جي رضائي ماءُ آهي. جيئن ته هن کان اڳ ۾ شق صدر جو واقعو ٿي چڪو هو، هوءَ ان واقعي کان ڊنل هئي ۽ حضور صلی الله علیه وسلم جي گهڻي نگراني ڪندي هئي. تان ته حضور صلی الله علیه وسلم کي صحيح حالت ۾ ڏاڏي عبدالمطلب جي حوالي ڪري. بيبي حليمه ڪعبي ۾ پهتي ۽ حطيم (بيت الله جي زمين جو اهو حصو جيڪو تعمير کان ٻاهر آهي) ۾ آئي ته غيب مان آواز ٻڌائين: اي حليمه! تو تي وڏو سج اڀريو آهي. غيبي آواز ٻڌڻ کان پوءِ آواز جي جستجو ۾ حضرت حليمه حضور صلی الله علیه وسلم کي هنج مان لاهي زمين تي ويهاريو. هي اهو آواز هو جنهن سان حضور صلی الله علیه وسلم تي بهشت جا اسرار کلي رهيا هئا. جڏهن ته بيبي صاحبه آواز ڏيڻ وارو ڪونه ڏٺو. تڏهن ڊپ جي ڪري ڏڪڻ لڳي ۽ ٻار ڏانهن ڊوڙي آئي ته ٻار گم هو، گهرن ڏانهن ڀڳي ۽ دانهون ڪيائين ته منهنجو موتي ڪنهن گم ڪيو آهي؟ حضرت حليمه ان رنج ۾ ايتري قدر رُني جو سيني کي روئاري ڇڏيائين.

### اُن پوڙهي عرب جي حڪايت جنهن حليمه رضي الله عنها کي بُتن کان مدد وٺڻ طرف رهنمائي ڪئي

هڪڙو پوڙهو لٺ جي سهاري هلي رهيو هو. هو حليمه رضي الله عنها وٽ آيو ۽ کيس چيائين، توکي ڇا ٿيو آهي جو تنهنجي غم جي ڪري بين جا جگر ڪباب ٿي رهيا آهن. حليمه رضي الله عنها چيو ته، مون احمد صلی الله علیه وسلم کي هن جي لاءِ آندو هو ته سندس ڏاڏي جي حوالي ڪريان، جڏهن آئون حطيم ۾ پهتيس، تڏهن مون فضا مان آواز ٻڌا، پوءِ ٻار کي پٽ تي وهاريم ته جيئن آواز ٻڌان ته ڪنهن جو آهي؟ چاڪاڻ ته اهو مٺو ۽ سُٺو آواز هو. مون چئني طرفن کان ڪو ماڻهو ڪونه ڏٺو ۽ نه

کو نشان نظر آيو ۽ نه وري آواز بند ٿيو. آئون ان حيرانيءَ ۾ واپس آيس ته ٻار گم هو.

اُن پوڙهي شخص چيو: تون فڪر نه ڪر، آئون توکي هڪ بُت وٽ وٺي هلان ٿو جيڪو توکي سڀ خبر ٻڌائيندو. پوءِ اهو پوڙهو حليمهؓ کي مڪي جي مشهور عُزيٰ بُت وٽ وٺي ويو ۽ چيائين ته، هن جي ذريعي اسان گهٽيون گم ٿيل شيون لڌيون آهن. اي عزيٰ! تنهنجي ٻڌائڻ سان اسان گهٽين هلاڪتن کان نجات حاصل ڪئي آهي. تنهنجو حق ادا ڪرڻ عرب تي فرض ٿي ويو آهي. انهيءَ ڪري سڄو عرب تنهنجو فرمانبردار آهي. هيءَ حليمه سعديه تو وٽ آئي آهي. هن جو ٻار گم ٿي ويو آهي، جنهن جو نالو محمد(ﷺ) آهي.

جڏهن ان پوڙهي شخص محمد(ﷺ) جو نالو ڪنيو ته عُزيٰ ۽ ان جي آس پاس ۾ جيڪي بت هئا، سيئي اونڌي منهن ڪِري پيا ۽ چوڻ لڳا: ان ٻار جي ڳولا جو ڏا ڪريو، جنهن جي بعثت اسان جي معزوليءَ جو سبب آهي، ان جي ظهور کان پوءِ اسان جي ڪا عزت ۽ وقعت ڪونه رهندي. بت پرستن جيڪي اسان جي حيرت جا واقعا ڏٺا آهن، اُهي سڀ ختم ٿي ويندا. حضورﷺ جن جي بعثت سان اسانجو شان ۽ شوڪت ختم ٿي ويندو.

عزيٰ بت چيو، اي پوڙها! پري ٿيءُ، اسين ته سڙي ويا آهيون، تون به نه سڙي وڃين! ڪو انسان اَرڙ نانگ جي پُڇ تي لت ڪونه ڏيندو، ڇاڪاڻ ته اهو خطرناڪ ڪم آهي. بت جون اهي ڳالهيون ٻڌي جهونڙي شخص گهبرائجي پنهنجي لٺ اڇلائي ۽ ڊپ مان سندس ڏند وڄڻ لڳا.

حضرت حليمهؓ فرمايو، اي پوڙها! جيتوڻيڪ حضورﷺ جي معاملي ۾ آئون پريشان آهيان. پر عجائب جي ظهور تي حيرت ۾ آهيان. مون اهي ڳالهيون فضا کان به ٻڌيون آهن. شقِ صدر جي واقعي ۾ حضورﷺ کي ملائڪ ڪٽي ويا هئا. ڪنهن سان فرياد ڪريان، ڪنهن سان شڪوه ڪريان، بس غيبي حالتن ۽ اشارن کي راز ۾ رکڻ چاهيان ٿي. جيڪڏهن ماڻهن سان اهي غيبي ڳالهيون ڪنديس ته ماڻهو مون کي چري ۽ پاڳل سمجهندا.

پوڙهي شخص حليمهؓ کي چيو، تون غم نه ڪر، شڪر جو سجدو ڪر. حضورﷺ گم ڪونه ٿيندو پر سارو جهان ان جي عظمت ۾ گم ٿي ويندو. هزارين ملائڪ اُن جا محافظ آهن ۽ بت هن جي اڳيان اونڌا ڪِريا پيا آهن، رسالت کي نه تسليم ڪرڻ وارن جو انجام بُرو ٿيندو. بت غير اختياري طور تي معبود بنيا آهن، جڏهن انهن جو اهو حال آهي ته سندن پوڄاري جيڪي بااختيار آهن ۽ پوڄا ڪرڻ ۾ بي اختيار نه آهن، انهن جو انجام ته ڏاڍو خراب ٿيندو.

**حضرت عبدالمطلب کي حضورﷺ جن جي گم ٿيڻ جي خبر پهچڻ ۽ الله تعاليٰ کي ٻاڏائڻ**

چوں خبر یابید جدِّ مصطفیٰ

از حلیمہؓ وز فغانش برملا

ترجمو: ”جڏهن مصطفيٰﷺ جي ڏاڏي خبر ٻڌي، حليمه ۽ ان جي برملا (ظاهر ظهور) روئڻ جي.“

حضرت حليمه جي روئڻ جو آواز هڪ ميل تائين ويو ٿي. عبدالمطلب سمجهي ويو ته حليمه حضورﷺ کي گم ڪري ڇڏيو آهي. عبدالمطلب ڪعبي جي دروازي تي آيو ۽ چيائين: مون ۾ ڪا اهڙي خوبي نه آهي، جنهن ڪري تنهنجو همراز بڻجي سگهان. مون حضورﷺ جي چهري تي تنهنجي مهربانيءَ جا آثار ڏٺا آهن. جيتوڻيڪ اهو اسان ماناهي پر اهي آثار اسان مان ڪنهن ۾ نه آهن. هن کي ننڍپڻ ۾ جيڪا فضيلت تو عطا ڪئي آهي، اها سَو سالن جي مجاهدي سان به ڪنهن کي حاصل نٿي ٿئي. آئون ان کي سفارشي بنايان ٿو. ان جي محابي اسان کي ٻڌاءِ ته اهو ڪٿي آهي؟ عبدالمطلب کي ڪعبي مان جواب مليو: تون عنقريب ان جي چهري کي ڏسندين. اهو اسان وٽ به سؤ ملائڪن جي جماعت جي حفاظت ۾ آهي. حضورﷺ جا ظاهري احوال جهان تي ڪليا، باطني احوال ته الله سان ان جو ڪهڙو قرب حاصل آهي؟ ان تائين رسائي نه ٿي سگهي. پاڻي ۽ مٽيءَ مان جيڪا الله تعاليٰ مخلوق بنائي آهي ان جا مختلف

مرتبا آهن. ان ئي مٽيءَ مان لکين عاشق ۽ معشوق پيدا ٿين ٿا، جيڪي عشق جي ڪري فرياد ۽ دانهن ۾ مصروف آهن. اسان جا اهي ڪارناما منڪرن جي انڪار جي باوجود جاري آهن. مٽيءَ ڪي عاجزيءَ جي ڪري اها فضيلت حاصل ٿي آهي جو ان مان طرحين طرحين ماڻهو پيدا ٿين ٿا. زمين جو ظاهر غبار آلود آهي، پر ان جو باطن پُرانوار آهي جنهن مان لالہ و گل ظاهر ٿين ٿا. زمين جو باطن موتي ۽ ظاهر پٿر آهن. زمين جي ظاهري صورت باطني ڪمالن کي لڪايو آهي، باطن ڪمالن سان ڀريل آهي. ظاهر ۽ باطن جي جنگ جاري آهي، ڪڏهن ظاهر جو غلبو ٿيندو آهي، ڪڏهن باطن کي فتح حاصل ٿيندي آهي. حسين و جميل مخلوق کي پيدا ڪرڻ ان جي باطني حسن جو اظهار آهي. زمين بظاهر روئندڙ صورت آهي، پر ان جي باطن ۾ مُسرتون ۽ خوشيون موجزن آهن. اللّٰه تعاليٰ لکل رازن ۽ زمين جي ڳُجهين خوبين کي ظاهر ڪندو آهي. چور، چوري نہ باسيندو آهي ۽ خاموشي اختيار ڪندو آهي پر چوڪيدار ڪيس پڪڙي ڌوهہ جو اقرار ڪرائيندو آهي. اللّٰه تعاليٰ بہ آزمائش ۾ وجهي ڪري انسان جون باطني خوبيون واضح ڪندو آهي. زمين گهڻا باڪمال فرزند ڄڻيا پر سيد الانبياء جهڙو ڪونہ ڄڻيائين. جڏهن سيد الڪونين جو ظهور ٿيو تڏهن زمين ۽ آسمانن مُسرتن جو اظهارڪيو.

حضور ﷺ جي پيدائش سان زمين کي عروج حاصل ٿيو. زمين حضور ﷺ جي جنم تي سوسن ۽ سنبل گل وانگر سئو زبانن سان خوشيءَ جو اظهار ڪيو. جنهن جو ظاهر ۽ باطن هڪٻئي سان خدا جي لاءِ جنگ ۾ هجي، ان جو روح پُرنور هوندو آهي ۽ ان جو نور ناقابل زوال هوندو آهي. جيڪو شخص بارگاه خداونديءَ ۾ امتحان ڏيڻ جي معاملي ۾ ڪوشان آهي، ان جو مرتبو آسمان کان بلند آهي، اهو شخص پنهنجي ظاهر کي اِن لاءِ ناپسنديده رکي ٿو تہ دنيادار ان سان ميل جول پيدا نہ ڪن، بزرگن جي تُرش روئي ان ڪري هوندي آهي تہ عوام کان پنهنجي روحاني لذت کي بچائين. اِن جو مثال اُن باغ وانگر آهي، جنهن گُلن کي لِڪائي ڪنڊن کي ظاهر ڪيو هجي، تان تہ گُل دشمن جي هٿچُراند کان محفوظ رهن.

### حضرت عبدالمطلب کي ڪعبي مان جواب اچڻ ۽ حضور ﷺ بابت معلوم ٿيڻ

*گفت عبد المطلب کاینَدم کُجاست*

*اے علیم السر نشاں دہ راہِ راست*

ترجمو: "عبدالمطلب چيو: هن وقت ڪٿي آهي؟ اي راز کي ڄاڻڻ وار! سڌو رستو ٻُڌاءِ."

عبدالمطلب سان گڏ قريش جا ٻيا سردار بہ هئا. عبدالمطلب کي آواز آيو تہ. فلاڻي وڻ هيٺان پاڻ سڳورا ﷺ ويٺا آهن.

### حضرت سليمان عليه السلام جو بلقيس کي ايمان جي دعوت ڏيڻ وارو رهيل قصو

*خیز بلقیسا بیا و مُلک بیں*

*بر لبِ دریای یزداں دُر بچیں*

ترجمو: "اي بلقيس! اُٿ، اچ، سلطنت کي ڏس، اللّٰه جي دريا جي ڪناري تان موتي چونڊ."

جيئن تہ تنهنجي اها بادشاهي بي حقيقت آهي، انهيءَ ڪري تون بادشاهہ نہ آهين، گدا آهين ۽ انهن ڪکن کي هيرا سمجهي پنهنجي بادشاهيءَ جو اعلان ڪرين ٿي!

**دنيا ۾ انسان جي قانع هجڻ جو بيان**

*آں سگے در کو گدائے کور دید*
*حملہ می آورد و دلقش می درید*

ترجمو: ”ڪتي، گهٽيءَ ۾ هڪ انڌي فقير کي ڏٺو تہ مٿس حملو ڪري ان جي گودڙي ڦاڙي ڇڏيائين.“

انڌي، ڪُتي کي چيو : ٻيا ڪُتا تہ جبل جهنگلي گڏهن جو شڪار ڪري رهيا آهن ۽ تون انڌي کي چنبڙيو پيو آهين؟

ڪتي جي قصي مان مولانا، بناوٽي پيرن کي غيرت ڏياريندي چوي ٿو: تون لوٽيانو پاٽي آهين انڌن مريدن کي چئوطرف گڏ ڪريو ويٺو آهين. باطني ڪمال حاصل ڪر ۽ ان جي ذريعي مريدن کي فيض پهچاءِ. مردان حق غيبي فيض سان بهره مند آهن. تون رڳو مريدن کي ڦُرڻ ۾لڳو پيو آهين. حقيقي مشائخ تہ خدا جا طالب آهن، اهي مُجسم شير آهن ۽ فقط شينهن جو شڪار ڪندا آهن. اهي الله تعاليٰ جي مشاهدي ۾ مستغرق رهندا آهن ۽ انهن کي عشق ۾ فنا جو درجو حاصل آهي. شڪاري جهڙي قسم جو شڪار ڪندا آهن، ان قسم جي مُئل جانور ۾ پُڌ پري پاڻ سان گڏ رکندا آهن، تان تہ ان جي ذريعي اُن جي هم جنس جو شڪار ڪري سگهن. اهڙيءَ طرح اهي پير گويا شڪاري ۽ سندن مريد مُرده جانور آهن. ظاهر آهي تہ اهو مرده جانور شڪاريءَ جي هٿ ۾ هوندو آهي.

اهوئي حال اهڙن پيرن جو آهي، اها ئي معنيٰ ان حديث جي آهي جنهن ۾ فرمايو ويو آهي تہ دل الله جي ٻن آگرين جي وچ ۾ آهي. الله جنهن طرف چاهيندو آهي، ان طرف واريندو آهي. ان مرده جانور جي ذريعي جيڪو شڪار ٿيو، اهو حقيت ۾ شڪاريءَ جو شڪار بنيو آهي، جيڪو جانور ڪناره ڪشي ڪندو اهو شڪاريءَ جي هٿ ڪان پري رهندو. فنا في الله ٻانهو چوندو آهي: منهنجي خراب ظاهري حالت ڪي نہ ڏس، خدائي عشق مون کي نجس ٿيڻ کان بچايو آهي. فقر و فنا جي ڪري آئون مُردي جي صورت ۾ آهيان، حرڪت جيڪا زندگي جو اثر آهي، اها پهريان منهنجي ذاتي ارادي سان هئي، هاڻي دستِ قدرت جي ذريعي آهي. جڏهن ٻانهو فرضن ۽ نفلن جي ذريعي الله تعاليٰ جو قرب حاصل ڪندو آهي، تڏهن ان جا سڀ افعال الله تعاليٰ ڏانهن منسوب ٿي ويندا آهن.

فقيرن جو انتقام وڏي ڪان وڏي انسان کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيندو آهي. فاني في الله فقط پنهنجي افعال جي اعتبار سان بي حِس و حرڪت هوندو آهي. دست قدرت ان کان افعال جو صدور ڪرائيندو آهي. حضرت عيسيٰ عليه السلام مُردن کي زنده ڪندو هو تہ پوءِ عيسيٰ عليه السلام جو خالق مُردن کي ڪيئن زنده ڪونہ ڪندو؟ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي حيات بخشي جو انڪار بہ جائز نہ آهي. پوءِ خدا جي حيات بخشيءَ جو انڪار ڇو ڪيو وڃي؟ الله تعاليٰ نہ رڳو زنده آهي، پر ٻين کي بہ ابدي زندگي عطا ڪري ٿو. فاني في الله جا سڀ افعال الله تعاليٰ جي قدرت جا مظهر هوندا آهن. اهو حق وارن جي لاءِ باعثِ نجات ۽ ڪافرن لاءِ باعثِ عذاب هوندو آهي.

دل چوي ٿي تہ، آئون خدائي عذاب جو تفصيل بيان ڪريان ۽ فرعون طبع انسانن جي مڪر جو پردو چاڪ ڪريان، پر انهن فرعونن کي دنياوي لذتن ۾ مبتلا رهڻ ڏيو، جيڪي حقيقت ۾زهر آهن. نظامِ قدرت جي بقا لاءِ گنهگارن جي بہ ضرورت آهي. اهي ماڻهو جنهم جي خوراڪ آهن، جنهن سان ان جي پرورش ٿئي ٿي. قرآن شريف ۾ آهي تہ: ذَرْهُمْ يَأْكُلُوْا وَيَتَمَتَّعُوْا وَيُلْهِهِمُ الْأَمَلُ فَسَوْفَ يَعْلَمُوْنَ. (الحجر:3) ”اي نبي! انهن کي ڇڏي ڏيو، اهي کائيندا ۽ نفعو کڻندا رهندا ۽ انهن کي سندن سَڌ غفلت ۾ رکي، پوءِ عنقريب ڄاڻي وٺندا تہ دوزخ جاڪتا انهن جي گوشت جا منتظر آهن. ڪاوڙ جي بقا جي لاءِ مخالفت ۽ دشمني جو وجود ضروري آهي، ورنہ ڪاوڙ ختم ٿي وڃي. دوزخ الله تعاليٰ جي ڪاوڙ جو مظهر آهي، ان جي لاءِ انهن دشمنن جي ضرورت آهي، جيڪڏهن غضب نہ رهي تہ دوزخ ٺڏو ٿي وڃي.

جيڪڏهن فقط صفتِ رحمت هجي ۽ صفت غضب نہ هجي تہ بادشاهيءَ جو ڪمال نہ آهي. انهيءَ ڪري اُلوهيت جي لاءِ ٻنهي صفتن جو هجڻ ضروري آهي، جيڪي ماڻهو آياتِ الاهيہ جي ذڪر سان محبت رکن ٿا ۽ ان در جي نيازمندي اختيار ڪن ٿا، اهي مبارڪباد جي لائق آهن.

## مخلص ۽ منافق جو مسلڪ جدا آهي

هر ٻاجي ۽ ٻوٽو پنهنجي ڪونڊيءَ ۾ اُپرندو اُسرندو آهي ۽ سيرابي حاصل ڪري پڇندو آهي، پوءِ مُخلص کي منافق سان ميل جول نہ ڪرڻ گهرجي. پنهنجي مسلڪ تي قائم رهي، پختگي پيدا ڪر، تان تہ اعليٰ مقام حاصل ڪري سگهين. زعفران کي پنهنجي ڪونڊيءَ ۾ رهڻ گهرجي. گوگڙوءَ جي ڪونڊيءَ جو رخ ڪندو تہ ان جي خاصيت زعفران ۾ اچي ويندي. الله تعاليٰ مومن جو هڪ مقام ۽ منافق جو ٻيو مقام بنايو آهي. خدا جي زمين وسيع آهي، گڏوچڙ ٿيڻ جي ضرورت نہ آهي، عالمِ غيب جي سرزمين تہ ايتري قدر وسيع آهي جو ان ۾ ديوَ پريون بہ رستا گم ڪري ويهندا آهن.

عالمِ غيب جي سمنڊن ۾ جهنگلن ۽ جبلن جي وسعت تائين وهم ۽ خيال بہ نٿو پهچي سگهي. دنياوي زمين جي ڪائنات ان غيب واري زمين جي پيٽ ۾ ائين آهي، جيئن سمنڊ ۽ خشڪيءَ جي مقابلي ۾ هڪ وارُ. سالڪ جي باطن جو رڪيل پاڻي جنهن جو وهڪرو لڪل آهي، اهو وهندڙ پاڻيءَ کان ڪئين درجا بهتر آهي. سالڪ جو سير جان ۽ روح جي سير وانگر مخفي ۽ پوشيده هوندو آهي.

## حضرت سليمانؑ جو بلقيس کي دعوت ڏيڻ واري قصي جو رهيل حصو

خيز بلقيسا کہ بازار يست تيز
زيں خسيسانِ کساد افگن گريز

ترجمو: ”اي بلقيس! اُٿ، ڇاڪاڻ تہ تنهنجي بازار ۾ تيزي آهي، انهن ٽوٽي ۾ مبتلا ڪرڻ وارن ڪميڻن کان بچ.“

حضرت سليمانؑ بلقيس کي عمل جي دعوت ڏني ۽ فرمايو تہ بدڪردار جي صحبت کان بچ. انسان جيستائين زنده آهي تہ بااختيار آهي. درگاهِ خداوندي ۾ نياز ۽ نوڙت ڪم ايندي. عالم آخرت جي لازوال بادشاهي نوڙت سان حاصل ڪري سگهجي ٿي. مرڻ کانپوءِ انسان مجبور هوندو آهي. انهيءَ ڪري دنيادارن جي پيرن ۾ نہ ڪِرڻ گهرجي، جيڪو شخص ناپائيدار حڪومت کان دست بردار ٿي ڪري ابدي سلطنت حاصل ڪري وٺي اهو مبارڪباد جي قابل آهي. جنهن اُخروي سلطنت حاصل ڪري ورتي اهو ڪمالات جو باغ ان سان گڏ رهندو آهي، پر عوام جي نظر کان مخفي آهي. اِهو ان باغ جي نهرن مان آبِ حيات پي رهيو آهي. اهو سير روحاني هوندو، جنهن ۾ پيرن ۽ پَرن جي ضرورت نہ آهي. معارفِ خداوندي مان لذتون حاصل ٿينديون. هن خوراڪ لاءِ گراهہ چٻاڙڻ جي ضرورت نہ آهي. پوءِ تنهنجي هن ٻيڙيءَ کي غم جو مانگر مڇ نقصان نٿو پهچائي سگهي. عالم ملڪوت ۾ تون خود ملڪ هوندينءَ، خود لشڪر ۽ بادشاهي تخت هوندينءَ. تون خود حصيدار هوندينءَ ۽ خود نيڪ بخت هوندينءَ، هن جهان ۾ جيڪڏهن تون حصي واري آهين تہ بخت ٻي شيءِ آهي. ٻيو تہ نهيو، پر بخت مغايرت جي ڪري ڪنهن وقت توکان جدا ٿي ويندو ۽ تون فقير بنجي ويندينءَ، جڏهن تو ۾ ۽ بخت ۾ اتحاد ٿيندو، پوءِ تون بخت کي گم نہ ڪري سگهندينءَ. ڇاڪاڻ تہ پنهنجو پاڻ کي ڪوبہ گم نہ ڪندو آهي.

## حضرت سليمان جو مسجد اقصيٰ کي ٺاهڻ

حضرت سليمان ؑ جو ذڪر هلي رهيو هو، وچ ۾ بلقيس جو قصو اچي ويو. بهرحال هوءَ حضرت

سليمان عليه السلام وٽ آئي، پوءِ ان تي ايمان آندائين.

هاڻي حضرت سليمان عليه السلام جي قصي کي پورو ڪري ٿو ۽ مسجد اقصيٰ جي تعمير ۽ سليمان عليه السلام جو ذڪر شروع ڪري ٿو.

بعد ازاں آمد ندا از پیش تخت
بر سلیماں آں نبیؑ نیک بخت

ترجمو: "ان کان پوءِ، ان نيڪ بخت نبي حضرت سليمان عليه السلام کي تخت جي اڳيان آواز آيو."

جڏهن بلقيس جي دعوت جي تڪميل ٿي وئي ته تخت مان حضرت سليمان عليه السلام جي اڳيان غيبي آواز آيو ته، بلقيس جو لشڪر عبادت ڪرڻ لڳو آهي، هاڻي هڪ وسيع مسجد جي ضرورت آهي. حضرت سليمان عليه السلام جي حڪومت جنن ۽ انسانن تي هئي. ڪجھ ماڻهو دل ۽ جان سان ڪم ڪري رهيا هئا. ڪجھ بددليءَ سان، جيئن عبادتن ۾ انسانن جو حال آهي. جهڙيءَ طرح مسجد جي ڪم ۾ جن لڳل هئا، اهڙيءَ طرح انسان ۽ ديو به شامل هئا ۽ انهن جو قلبي رجحان انهن لاءِ بمنزلہ زنجير جي آهي ۽ اهي زنجير جي ڪري پنهنجي ڪم ۾ لڳا پيا آهن. زنجير جا ٻہ قسم آهن: هڪ خوف جي زنجير آهي، ٻي آهي عشق ۽ محبت جي زنجير. قرآن مجيد ۾ آهي: مَا مِنْ دَآبَّةٍ اِلَّا هُوَ اٰخِذٌۢ بِنَاصِيَتِهَا (هود:56) "زمين تي هلڻ وارو ڪوبہ نہ آهي، پر الله تعاليٰ ان جي پيشاني جي وارن کي پڪڙيندڙ آهي." اها مخفي زنجير ان کي مختلف ڪمن ڏانهن ڇڪيندي آهي. فِيْ جِيْدِهَا حَبْلٌ مِّنْ مَّسَدٍ (اللهب:5) قرآن ۾ ابولهب جي زال جي باري ۾ فرمايو ويو آهي ته ان جي ڪنڌ ۾ مُڄ جو رسو آهي.

مولانا جي هتي رسي مان مراد اها ئي نفساني خواهش آهي جنهن کي زنجير سان تعبير ڪري رهيو آهي. انسان جو حرص ان جي بُري عمل کي سهڻو ڪري پيش ڪندو آهي. جيئن باهہ ڪاري ڪوئلي کي حسين ٽانڊو ڪري پيش ڪندي آهي. ڪوئلو ڪارو هوندو آهي، باهہ ان کي ڳاڙهو بنائيندي آهي. جڏهن باهہ وسامي ويندي آهي ته ڪوئلي جو ڪارو هجڻ ظاهر ٿي پوندو آهي. برو عمل حرص جي ڪري حسين بنيو آهي. جڏهن حرص هليو ويندو آهي، تڏهن ان عمل جي برائي نظر ايندي آهي. انسان جو حرص ٻار کي داڻو ڏيکاريندو آهي. جڏهن ڪچو ميوو کائيندا تڏهن پتو پوندو ته ڏند ڪٽا ٿي پوندا آهن. جيڪڏهن چڱي ڪم ۾ حرص هجي ته پوءِ اهو بهتر آهي. دنيا جي ڪمن ۾ لالچ جي چمڪ هئڻ ڪان پوءِ انهن ڪمن جي بدنمائي ظاهر ٿي ويندي آهي.

ٻار گهوڙي جي حرص ۾ ڪانيءَ کي گهوڙو بنائي ان تي سوار ٿيندا آهن پر جڏهن ماڻهو وڏو ٿيندو آهي ته اهو حرص ختم ٿي ويندو آهي. پوءِ اهو ئي ٻار ٻين ٻارن جي اهڙي حرڪت تي کلندو آهي. مطلب ته انسان جو حرص ۽ لالچ برائي کي ڀلائي ڏيکاريندا آهن. سُرڪو ماکي نظر ايندو آهي. جيڪا تعمير نبي ڪندا آهن، جيئن ته ڪين ڪا لالچ ۽ طمع نہ هوندي آهي، انهيءَ ڪري انهن جي اڏاوت جي رونق ۾ اضافو ٿيندو رهندو آهي. ٻين سُٺن ماڻهن بہ مسجدون بنايون، پر انهن کي اهو مرتبو حاصل ڪونہ ٿيو، جيڪو مسجد اقصيٰ جو آهي. ڪعبي جي ترقي حضرت ابراهيم عليه السلام جي اخلاص جي ڪري آهي. حضرت ابراهيم عليه السلام اخلاص سان مسجد حرام جي تعمير ڪئي هئي. ڪنهن حرص ۽ مقابلي ۾ تعمير ڪونہ ڪئي هئي. نبين جي هر شيءِ انوکي هوندي آهي هر نبيءَ کي الله تعاليٰ اهو مرتبو عطا فرمايو آهي، جنهن ۾ لکين عزتون ۽ حشمتون لِڪل آهن. هر نبي ڪنهن خاص صفت جو مظهر هوندو آهي. سندن فضيلت بيان ڪندي بہ دل هن خوف کان ڏکي ٿي ته، ان ۾ ڪوتاهي نہ ٿي وڃي. جيئن ته آئون پوري تعريف نٿو ڪري سگهان، انهيءَ ڪري منهنجي تعريف ناقص آهي.

وچ ۾ ٻيون ڳالهيون شروع ٿي ويون هيون. هاڻي وري مسجد اقصيٰ ۽ حضرت سليمان عليه السلام جو ذڪر شروع

ڪريون ٿا. مسجد اقصيٰ جي تعمير ۾ ديوَ ۽ پريون مصروف هيون. جيڪڏهن اهي سرڪشي ڪندا هئا ته ملائڪ انهن کي سزا ڏيندا هئا. جيڪو ديو سرڪشي ڪري پيو ته ان کي بجليءَ جو چابڪ لڳي پيو.

حضرت سليمان عليه السلام جِنن تي هڪ مُنڊيءَ جي اثر سان حڪومت ڪندو هو. صخر نالي هڪ جن اها منڊي چورائي ورتي ۽ ان جي ذريعي حڪومت ڪرڻ لڳو. مولانا فرمائي ٿو، تنهنجي منڊي تنهنجي دل آهي. تون ان جي حفاظت ڪر، شيطان ان کي چورائي نه وٺي ۽ توتي حڪومت نه ڪرڻ لڳي. تنهنجو روح تو اندر آهي، جيڪڏهن تون ان جي اصلاح ڪندين ته ان جي ذريعي سليماني (حڪمراني) ڪندين. ڪوڙي شيخ جو مثال اُن ديو وانگر آهي، جنهن حضرت سليمان عليه السلام جي منڊي چورائي ان جي ذريعي حڪومت ڪئي هئي. معمولي واڍو يا ڊڪڻ به اِطلس ۽ ريشم ٺاهڻ واري وانگر هٿ هلائي ٿو، پر ٻنهي جي ڪم ۾ گهڻو فرق آهي. اهو ئي حال سچي سونهين ۽ ڪوڙي شيخ جو آهي. هيٺ بيان ڪيل حڪايت ۾ ٻن وزيرن جو ذڪر آهي. ٻنهي جو نالو حسن هو، پر سندن ڪمن ۾ وڏو فرق هو.

### شاعر جو قصو ۽ بادشاهه جو انعام ڏيڻ ۽ حسن نالي وزير جو ان کي ٻيڻو ڪرڻ

شاعر جڏهن قصيدو ٻڌايو ته بادشاهه ڪيس هڪ هزار اشرفيون ڏيڻ جو حڪم ڏنو. سندس وزير حسن سفارش ڪرائي ڏهه هزار اشرفيون ڏياريون.

شاعرے آورد شعرے پیش شاہ
براُمید خلعت و اِکرام و جاہ

ترجمو: ”هڪ شاعر خلعت، اعزاز ۽ ۽ مرتبي جي آسري تي بادشاهه جي اڳيان شعر چيا.“

وزير بادشاهه کي چيو، اهڙي عمدي شاعر کي تو جهڙي انعام ڏيڻ واري جي نسبت ڏهه هزار به گهٽ آهن.

بادشاهه جا خزانا ايتري قدر هئا جو اهي ڏهه هزار بچيل مال جو ڏهون حصو هئا. شاعر بادشاهه جي تعريف مان ڍاپيو ئي نٿي. پوءِ شاعر هيءُ معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته بادشاهه کي اِن وڏي عطيي تي ڪنهن آماده ڪيو آهي؟ ماڻهن شاعر کي ٻڌايو ته، فلاڻي وزير جنهن جو نالو حسن آهي، ان اهو عطيو ڏياريو آهي. ان شاعر وري بادشاهه جي تعريف ۾ هڪ وڏو قصيدو لکيو. بادشاهه وري به ڪيس هزار اشرفيون ڏيڻ جو حڪم ڏنو.

### چند سالن ڪان پوءِ شاعر جو موٽي اچڻ

چند سالن ڪان پوءِ عطيي جي اميد تي اهو شاعر ٻيهر دربار ۾ آيو ۽ بادشاهه پنهنجي عادت مطابق هڪ هزار اشرفيون ڪيس انعام طور ڏنيون. ان تي اڳوڻي وزير جي موت ڪان پوءِ مقرر ڪيل نئين وزير جنهنجو نالو پڻ حسن هو، بادشاهه کي چيو ته اهو عطيو تمام گهڻو آهي ۽ اسان کي گهڻا خرچ درپيش آهن ۽ خزانو خالي آهي. آئون ان کي ڏهين حصي تي راضي ڪري وٺندس.

بعد سالے چند بہر رزق و گشت
شاعر از فقر و عوز محتاج گشت

ترجمو: ”چند سالن ڪان پوءِ رزق ۽ سفر جي لاءِ شاعر فقر ۽ تنگ دستيءَ جي ڪري محتاج ٿي پيو.“

شاعر سوچيو ته جنهن دربار مان پهريان عطا حاصل ٿي آهي، اتي ئي وڃڻ گهرجي.

صد ہزاراں عاقل اندر وقتِ درد
جملہ نالاں پیش آں دیّانِ فرد

ترجمو: ”لکين عقلمند اوکيءَ ويل سڀ ان يڪتا حاڪم جي اڳيان روئن ٿا.“

لکين هزارين مخلوق مصيبت ۾ ان الله ڏانهن رجوع ڪري ٿي. جيڪڏهن عقلمندن جون ضرورتون پوريون نہ ٿين تہ ان ڏانهن ڇو رجوع ڪن! رڳو عقلمند نہ پر سڀ ڪائنات پنهنجون ضرورتون اُن الله وٽان پوريون ڪري ٿي، عقلمند انسانن کان علاوه فقط جاندار نہ پر بيجان ڪائنات بہ ان الله کان سرمايو حاصل ڪري ٿي.

مطلب تہ سڀ ڪائنات ان کان ئي بهره اندوز آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ: وَ السَّمٰوٰتُ مَطْوِيّٰتٌۢ بِيَمِيْنِهٖ ؕ (الزمر:67) ۽ آسمان ويڙهيل آهن، ان الله جي سڄي هٿ ۾. حديث شريف ۾آيل ٿو تہ: ”ڪلتايدی ربی يمين، منهنجي رب جا ٻئي هٿ سڄا آهن.“ انسان جو کٻو هٿ ڪمزور هوندو آهي، پيا جيڪي بخشش ڪن ٿا، اهي بہ خدا جي عطا ڪيل مال مان بخشين ٿا تہ انهن جو اهو ڏيڻ بہ حقيقت ۾ الله جو ڏيڻ آهي.

الله تعاليٰ عطا جوسمنڊ آهي. ٻيا سُڪل نهرون آهن. ٻين جي عطا بہ حقيقت ۾ الله جي عطا آهي. ڇاڪاڻ تہ منجهن سخا جو مادو ان ئي رکيو آهي. جڏهن اهو منڪرن کي نوازي ٿو، تہ عبادت گذارن کي ڇو نہ نوازيندو. شاعر شعر پيش ڪري داد ۽ انعام چاهيندو آهي. سخي پئسا ڪٽيو شاعرن جو انتظار پيا ڪن تہ اهي اچن تہ انهن کي انعام ڏيون. جيڪي ماڻهو شاعرن جا قدردارن آهن، انهن وٽ هڪ شعر ريشمي ڪپڙي جي سوين ڳنڍڙين کان وڌيڪ آهي. خاص ڪري اُن شاعر جا شعر جيڪي هُن نئين عمده مضمون ۾چيا آهن، انساني فطرت آهي تہ اهو مانيءَ جو فڪر ڪندو آهي، جڏهن ان ڪنڪي کان آجو ٿي ويندو آهي تڏهن مدح ۽ ثنا جو طالب بنبو آهي. انسان بکئي پيٽ لاءِ جائز ناجائز سوين ڏنڊا ڪندو آهي. هاڻي هن جي خواهش آهي تہ شاعر سندس حسب نسب جي مدح ۽ ثنا ڪن ۽ منبرن تي ويهي تعريفي شعر پڙهن، تان تہ ان جي شان ۽ شوڪت جو هڳاءُ هنڌين ماڳين ڦهلجي وڃي.

الله انسان کي پنهنجي صورت ۽ صفات تي پيدا فرمايو آهي، الله تعاليٰ شڪر ۽ حمد جو طالب آهي. انهيءَ ڪري انسان ۾ بہ اها صفت آهي. اهل الله جڏهن پنهنجي تعريف ٻڌندا آهن ۽ سمجهندا آهن تہ ماڻهو انهن جا مداح بنجي سڌي رستي لڳي رهيا آهن تہ ان سان اهي ڏاڍو خوش ٿيندا آهن. ڪوڙي تعريف جو مثال قاتل مُشڪ ۾ ڦوڪ ڏيڻ آهي. محسن مري ويندو آهي، پر ان جو احسان زنده رهندو آهي. اهڙي طرح ظلم زنده رهندو آهي پر ظالم مري ويندو آهي. لن مفهوم جي ڪا حديث، حديثن جي ڪتاب ۾ دستياب نہ ٿي سگهي، پر هڪ حديث آهي: اِذَا مَاتَ الانسانُ اِنقطَعَ عَنهُ عَمَلہ اِلاّ مِن ثَلاثَہِ مِن صَدَقَہ جَارِيہ اَوعِلم يُنتَفَعُ بِہِ اَووَلَد صَالِح يَدعُولَہٗ:“

”جڏهن انسان مري ويندو آهي تہ ان جو عمل منقطع ٿي ويندو آهي پر ٽي شيون (١) صدقہ جاريہ، (٢) علم جنهن مان نفعو حاصل ڪيو وڃي ۽ (٣) نيڪ اولاد جيڪو ان لاءِ دعا ڪري. نيڪ نامي بہ هڪ نہ مرڻ وارو عمل آهي. اهو انسان بدبخت آهي جيڪو مري ويو ۽ پنهنجي پويان اهڙا بدعمل ڇڏي ويو جيڪي نہ مرڻ وارا آهن. ان شخص جي مرڻ سان ان جي جان ڪونہ ڇُٽندي البتہ ان بدعمل جي ڪري ان جي گناهن ۾ اضافو ٿيندو رهندو.

شاعر جيڪو قصيدو پيش ڪيو، اهو ڏاڍو عمدو هو. ان جا موتين جهڙا الفاظ هئا. بادشاهہ جي عادت هئي تہ اهو عام طور تي شاعرن کي هڪ هزار اشرفيون انعام ۾ ڏيندو هو. هن دفعي جڏهن شاعر آيو تڏهن پراڻو وزير دنيا مان باعزت رخصت ٿي چڪو هو. هن جو قائم مقام نئون وزير بنيو هو. اهو بي رحم ۽ ڪميڻو هو. ان ٻئي وزير بادشاهہ کي چيو: اسان کي خود پئسي جي ضرورت آهي، هڪ شاعر کي ايتري قدر زياده ڏيڻ مناسب ناهي. وزير چيو، هڪ هزار جي چاليهين پتي تي آئون شاعر کي راضي ڪري ونندس. ماڻهن وزير کي چيو: ڪنڊ ڪاڻڻ کان پوءِ ڪمند جي چوٽن کي ڇپاڙيندين ڇا؟ وزير ماڻهن کي چيو، آئون ان کي ايترو انتظار ڪرائيندس جو اهو عاجز ۽ پريشان ٿي ويندو. جڏهن اهو انتظار ۾ پريشان ٿيندو، تڏهن معمولي انعام کي بہ غنيمت سمجهندو. وزير بادشاهہ کي چيو: اهو معاملو مون تي ڇڏيو. آئون اهڙن ڪمن ۾ استاد آهيان. گُهر ڪرڻ وارو گرم مزاج هجي تہ، آئون ان کي ٿڌو ڪري ڇڏيندو آهيان. ڪيتري بہ ان جي ڊوڙ ڊڪ هجي، مون کي ڏسي نرم ٿي ويندو ۽ راضي ٿي ويندو.

بادشاهه وزير کي چيو: توکي اختيار آهي، جيڪو چاهين سو ڪر، پر اُن کي خوش ڪج. وزير بادشاهه کي چيو: آئون اهڙن لکين ماڻهن کي منهن ڏيندو آهيان. اهو معاملو مون تي ڇڏيو. وزير انعام ڏيڻ ۾ ٽال مٽول شروع ڪئي. ڪيترا ئي ڏينهن گذري ويا. شاعر جيتري قدر پنهنجون ضرورتون ظاهر ڪندو هو ته وزير نٽ نٽاء ڪان ڪم وٺندو هو. شاعر وعدي پوري ٿيڻ جي انتظار ۾ پوڙهو ٿي ويو. نيٺ وزير جي مڪاريءَ کان عاجز ٿي ڪيس چوڻ لڳو: جيڪڏهن تون انعام نٿو ڏين ته مون کي گار ئي ڪٽي ڏي، تان ته اهو انتظار ختم ٿئي. آئون تنهنجو شڪرگذار ٿيندس. اڳوڻو وزير حسن جيتوڻيڪ مري ويو، پر ان جا احسان زنده آهن. نيٺ وزير شاعر کي چاليهون حصو ڏنو.

ماڻهن شاعر کي چيو، اهو عطيو ڪٿي هليو ويو، ورنه وزير کو الزام هٽي اهو به ڦري وٺندئي؟ وزير جي متعلق ماڻهن هي به چيو ته، توکي خبر ناهي ته اهو به اسان توکي گهٽين ڪوشش سان ڏياريو آهي. شاعر انهن ماڻهن کي چيو ته هي وزير ناهي، ظالم سپاهي آهي. الاجي ڪٿان آيو آهي. شاعر کي جڏهن خبر پئي ته، هن جو نالو به حسن آهي، تڏهن هن افسوس جو اظهار ڪيو ته اهڙي اڳوڻي پلي وزير ۽ هھڙي بُري وزير جو نالو هڪ جهڙو نه هجي ها ته چڱو! پهريون وزير جنهن جو نالو حسن هو، ان جي هٿان ته سخاوت ٿيندي هئي. هي حسن اهڙو آهي، جو هن جي ڏاڙهيءَ جي وارن مان نوڙيون وٽرائجن. اهڙو بدفطرت وزير بادشاهه ۽ حڪومت لاءِ خواري ۽ رُسوائي جو سبب آهي.

**فرعون جي وزير سان مشابهت**

بادشاه جو هي ٻيو وزير اهڙو ئي هو جهڙو فرعون جو وزير هامان. حضرت موسىٰؑ جي نصيحت کي قبول ڪرڻ ۾ فساد سان مشابهت:

*چند آں فرعون می شد نرم و رام*
*چو شنیدے او ز موسیٰ آں کلام*

ترجمو: ”ڪيترا دفعا فرعون موسىٰؑ جون ڳالهيون ٻڌي نرم ۽ مطيع بڻجي ويندو هو.“ فرعون ڪيترا دفعا حضرت موسىٰ جي گفتگوءَ سان نرم ٿي ويو هو، سندس وزير وري ڪيس حضرت موسىٰ جي مدِمقابل ڪري ڇڏيندو هو. حضرت موسىٰ جو ڪلام اهڙو اثر وارو هو جو ان کي ٻڌي پٿر مان کير وهندو هو. هامان جي طبيعت ڪيني واري هئي. فرعون جڏهن هامان سان مشورو ڪندو هو ته هو فرعون کي حضرت موسىٰ جي پيروي کان روڪيندو هو. هامان فرعون کي پڙڪائيندي چوندو هو: هيننئر ته تون مصر جو بادشاهه آهين. حضرت موسىٰؑ جي پيروي کان پوءِ غلام بنجي ويندين. اي مخاطب! تنهنجو عقل تنهنجي خواهش کان مغلوب آهي. جيئن فرعون هامان کان مغلوب هو. تنهنجو نفس مڪاريءَ سان ان نصيحت کي ٽاري ٿو. نفساني خواهش عقل کي چوندي آهي ته، اها ڳالهه ٺيڪ نه آهي. ان تي عمل نه ڪر! ان بادشاهه تي افسوس آهي، جنهن جو وزير هامان جهڙو هجي، انهن ٻنهي جو ٺڪاڻو جهنم آهي.

اهو بادشاه مبارڪباد جي قابل آهي، جنهن جو آصف جهڙو وزير ۽ مُشير هجي. جڏهن بادشاهه انصاف وارو هجي ۽ وزير به سٺو هجي. ته پوءِ نور تي نور آهي. حضرت سليمانؑ ۽ ان جو وزير آصف نور تي نور جو مصداق آهي، فرعون بادشاهه ۽ ان جو وزير هامان بدبختيءَ کان سواءِ ڪجهه ناهن.

اهڙي بادشاه جي لاءِ قيامت ۾ اونده مٿان اونده هوندي، اتي نه عقل ڪم ايندو ۽ نه دولت. جيڪڏهن ڪميڻن ۾ توکي ڪا سعادت نظر اچي ته ان کي منهنجا سلام ڏي. بادشاه بمنزله ساهه ۽ وزير بمنزله عقل جي آهي. جيڪڏهن عقل خراب ٿي پوي، ته روح باقي ڪونه رهندو. عقل بمنزله ملائڪ جي آهي. جيڪڏهن اهو هاروتي فطرت اختيار ڪري ته ان جا ڪارناما خراب ٿيندا آهن. انسان جي نفساني خواهش حريص هوندي آهي ۽ دنياوي معاملن جو فڪر ڪندي آهي. عقل آخرت جي معاملي تي سوچيندو آهي، عقل جون ٻئي اکيون انجام تي نظر تي رکنديون آهن.

انسان ۾ خود عقل هجي ته به عقل ڪامل سان مشورو ضروري آهي. انسان جو پنهنجو عقل ۽ ڪامل عقل ٻئي ملي ڪري مصيبت کان ڇوٽڪارو ڏياريندا آهن.

**سليمان عليه السلام جي جاءِ تي ديو جو ويهڻ**

صخر نالي هڪ جن (ديو) حضرت سليمان عليه السلام جي مُندي چورائي ۽ وڃي حضرت سليمان عليه السلام جي جاءِ تي ويهي رهيوهو. محققن وٽ اهو قصو محض افسانو آهي، جنهن جي ڪا حقيقت نه آهي. مولانا فقط تمثيل طور ان ڪي بيان فرمايو آهي. بهرحال مولانا رومي رحمة الله عليه هيءُ ٻڌائڻ چاهي ٿو ته انسان جي دل سليمان عليه السلام جي مُنديءَ مثل آهي. شيطان کان ان جي حفاظت ضروري آهي.

ديوگر خود را سليماں نام کرد
مُلک بُرد و مملکت را رام کرد

ترجمو: ”ديو پنهنجو نالو سليمان عليه السلام رکيو، ملڪ کنيائين ۽ سلطنت تي حڪم هلائڻ لڳو.“

اهو ديو حضرت سليمان عليه السلام جي ظاهري ڪم کان واقف هو، حقيقت کان واقف نه هو، تنهن ڪري اُن ظاهر جو نقل ڪرڻ شروع ڪيو، پر انهن ڪمن جو باطن شيطاني هو. جڏهن صخر، سليمان عليه السلام هجڻ جي دعويٰ ڪئي ۽ پنهنجو نالو به سليمان ظاهر ڪيائين ته ماڻهن چيو: هيءُ سليمان ته بي نور آهي. هِن ۽ هُن سليمان عليه السلام ۾ گهڻو فرق آهي ۽ ماڻهن انهن ٻنهي ۾ اهڙو فرق بيان ڪيو، جهڙو ٻهرين وزير حسن ۽ ٻئي وزير حسن ۾ هو.

صخر ڪي جڏهن شڪ ٿيو ته، متان ماڻهو ڪانئس بدظن ٿي اصل سليمان عليه السلام جي تلاش ۾ نه لڳي وڃن، تڏهن انهن ڪي وندرائڻ جي لاءِ چوڻ لڳو ته، الله تعاليٰ هڪ شيطان به منهنجي صورت تي پيدا ڪيو آهي، ڪڏهن اهو اچي ڪو ڪم ڪندو آهي. انهيءَ ڪري مون تي بدگماني نه ڪجو. صخر ماڻهن ڪي اهي ڳالهيون ٻڌائيندو هو پر نيڪ ماڻهن تي ان جي اصليت جو عڪس پئجي رهيو هو. نيڪ ماڻهن سان مڪرُ ڪرڻ آسان نه آهي. جيڪي ماڻهو آخرت جي دولت جا مالڪ آهن انهن جي عقل تي ڪو جادو، مڪاري ۽ فريب پردو نٿو وجهي سگهي. اهڙا ماڻهو ان صخر جي تقرير تي توجهه نه ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته، تنهنجيون اهي سڀ ڳالهيون غلط آهن ۽ تنهنجي چال اُبتي آهي، تون دوزخ جي سڀ کان هيٺين طبقي ۾ ويندين. حضرت سليمان عليه السلام جيتوڻيڪ هن وقت سلطنت کان معزول آهي ۽ فقير آهي پر ان جي پيشانيءَ ۾ نور نبوت آهي. ماڻهن دل ۾ هيءُ به چيو ته، جيتوڻيڪ تو منڊي چورائي حضرت سليمان عليه السلام جي تخت تي قبضو ڪيو آهي پر تون دوزخ جي تري ۾ هوندين. اسين تنهنجي شان ۽ شوڪت جي ڪري تنهنجي اڳيان پيشاني ڪونه جهڪائيندا سون. جيڪڏهن پُل ۾ تعظيم به ڪريون ته غيبي هٿ اسان جي لاءِ مانع آهي. الله تعاليٰ شيطانن ڪي ڇو موقعا عنايت ڪري ٿو ۽ انهن ڪي ڊِر ڏيڻ ۾ ڪهڙا راز آهن، غيرت خداوندي ان تشريح جي لاءِ مانع آهي. شيطان پنهنجو سُنو نالو رکي ماڻهن ڪي دوکو ڏيندو آهي. انسان ڪي گهرجي ته مُقطع صورت ۽ وڏن القابن کان دوکو نه کائي، پر باطني اوصاف ڪي ڏسي.

انسان ڪي ان جي اخلاق ۽ ان جي ڪارنامن جي ڪري سڃاڻي. سڪٽي صورت ۽ نالي کان دوکو نه کائي. مطلب ته مردم شناسي هر ماڻهوءَ جو ڪم نه آهي. مولانا فرمائي ٿو ته، هاڻي اها ڳالهه ختم ڪري مسجد اقصيٰ جي تعمير جي ڳالهه ڪجي.

**مسجد اقصيٰ ۾ هر روز حضرت سليمان عليه السلام جو اچڻ**

چوں سليمانِ نبي شاهِ انام
ساخت مسجد را و فارغ شد تمام

ترجمو: ”جڏهن مخلوق جو بادشاهہ حضرت سليمان عليه السلام مسجد ڏاهي بلڪل واندو ٿي ويو.“

مسجد ڏاهڻ کان پوءِ هر روز صبح جو حضرت سليمان عليه السلام جو اهو معمول هوندو هو تہ مسجد جي صحن ۾ جيڪا نئين ٻوٽي ڏسندو هو، ان کان ان جو نالو، نفعو ۽ نقصان پڇندو هو. اها جڙي ٻوٽي پنهنجو نالو، ڪم ۽ خاصيتون حضرت سليمان عليه السلام کي ٻڌائيندي هئي. پوءِ طبيب ۽ حڪيم انهن ٻوٽين جون خاصيتون حضرت سليمان عليه السلام کان سکندا هئا. ان کان پوءِ طب جا ڪتاب تصنيف ٿيا ۽ حڪيم جسماني بيماريءَ جو علاج ڪرڻ لڳا.

مطلب تہ سيني علمن جي ابتدا وحيءَ جي ذريعي سان ٿي، حديث شريف ۾ آهي تہ: ان نبيا من الانبياءِ کان يخط خطا فمن وافق خطه خطه، صدق ومن لم يوافق کذب، ”هڪ نبي لڪير ڇڪيندو هو، (جنهن مان ايندڙ واقعا معلوم ٿيندا هئا) پوءِ جنهن (رمّال، جفّار ۽ مُنَجم) جي لڪير ان جي لڪير مطابق ٿيندي آهي، اهو درست آهي ۽ جنهن جي مخالف هوندي آهي، اهو غلط آهي.

عام انساني عقل ۾ سکڻ جي صلاحيت آهي ۽ صاحب وحي ان کي سيکاريندو آهي. فلسفين ۽ ڏاهن ۽ عالمن علمن ۾ اضافا ڪيا آهن. ڪوبہ هٽ جو هنر استاد کان سواءِ نٿو سکي سگهجي. عقل جيتوڻيڪ موشگافيون ڪري ٿو پر استاد کان سواءِ ڪو ڏنڌو نٿو سکي سگهي. جيڪڏهن ڪنهن ڏنڌي جو ڄاڻڻ عقل جي ڪري هجي ها تہ اهو بنا استاد جي حاصل ٿي وڃي ها.

**قابيل قبر کوٽڻ جو علم ڪانگ کان سکيو**

کندنِ گورے کہ کمتر پیشہ بود
کے ز فکر و حیلہ و اندیشہ بُود

ترجمو: ”قبر کوٽڻ معمولي ڪم آهي، اهو ڪڏهن غور فڪر ۽ سوچ سمجهہ سان ٿيو؟“

غور ۽ فڪر سان قابيل کي قبر کوٽڻ جو علم حاصل نہ ٿي سگهيو. حضرت آدم عليه السلام جو پُٽ قابيل، جنهن پنهنجي ڀاءُ هابيل کي قتل ڪيو هو. قتل ڪرڻ کان پوءِ ان جو لاش کُلهي تي کڻي گُهمي رهيو هو تہ جيئن اُن کي ڄاڻتو ڪري. اوچتو قابيل ڏٺو تہ هڪ ڪانگ ٻئي مُئل ڪانگ کي کڻي آيو ۽ زمين کوٽي پوءِ ان ۾ مئل ڪانگ کي دفن ڪيائين. ان ذريعي قابيل کي قبر کوٽڻ جو علم هٿ آيو.

حضور عليه السلام جو عقل ڪامل هو، قرآن پاڪ ۾ پاڻ سڳورن عليه السلام جي باري ۾ فرمايو ويو آهي: مَا زَاغَ الْبَصَرُ وَمَا طَغٰى (١٧) ”حضور عليه السلام جي نگاهہ ٽيڙي نہ ٿي ۽ نہ سرڪشي ڪيائين.“ جيڪو عقل صحيح ڪم ڪندو آهي، اهو الله جي مقبول ٻانهن جو نور آهي، جيڪو انهن کي عطا ڪيو ويو آهي، ڪانگ جو عقل تہ ايترو آهي جو اهو قابيل کي قبر کوٽڻ سيکاري سگهيو. تنهنجو نفس بہ چالاڪيءَ ۾ ڪانگ آهي، اُن جي پويان نہ هل، ورنہ توکي قبرستان ۾ پهچائي ڇڏيندو. دل جيئن تہ رازن جو مرڪز آهي، ان جي پويان هل. تنهنجي دل مسجد اقصىٰ آهي. ان جا خيال اهي جڙي ٻوٽيون آهن، جيڪي مسجد اقصىٰ ۾ ڦٽيون هيون. جهڙيءَ طرح حضرت سليمان عليه السلام انهن جڙين ٻوٽين مان علم حاصل ڪندو هو، تون بہ پنهنجي خيالات سان دل جو علم حاصل ڪندو رهہ. جهڙيءَ طرح جا خيالات پيدا ٿين، انهن مان دل جي حالت جو اندازو لڳائي وٺ!

زمين جي سٺائي ۽ خرابيءَ جو معيار ان جي پيداوار آهي، جيڪا زمين ڪمند موراٿي ڦٽائي اها ڀلي آهي ۽ جيڪا لوڻاندا ۽ ڊڀ ڦٽائي اها خراب آهي. خيالات دل جي زمين جي پيداوار آهن، انهن مان دل جي سُٺائي ۽ برائي معلوم ٿي ويندي. جيڪڏهن مجلس ۾ سُخن فهم ويٺل هوندا تہ پوءِ چوڻ واري جي دل ڪلندي آهي پر جيڪڏهن ٻڌڻ وارا ٿي اڀوجهہ هوندا تہ ٻڌائڻ وارو فرار اختيار ڪندو. جڏهن ٻڌڻ وارن ۾ اهليت نہ هجي تہ خاموشي بهتر آهي، راز ۽

حڪمت نااهلن کي نہ ٻڌائڻ گهرجن.

ٻُڌڻ وارن جو جذبو مضمونن جي ڪشش جو سبب هوندو آهي ۽ جذبي جو صادق هجڻ بہ ضروري آهي. جهڙيءَ طرح ظاهري ڪشش آهي، اهڙيءَ طرح پوشيده ڪشش آهي، جيڪا ڪڏهن سڌو هلائيندي آهي ۽ ڪڏهن ڏنگو! انسان ڀڙل آهي، پر بندش نظر نٿي اچي ۽ نہ وري ڇڪڻ وارو. انسان جو مثال انڌي اُٺ وانگر آهي. جنهن جي مهار ٻئي جي قبضي ۾ هوندي آهي. انسان کي ڇڪڻ واري ڏانهن ڌيان ڏيڻ گهرجي، جيڪڏهن انسان جي غيرمحسوس مهار ڇڪڻ وارو ظاهر ٿي پوي تہ پوءِ دنيا دوکي جو گهر نہ رهي. ڪافر کي گمراهيءَ ڏانهن ڇڪڻ وارو ڪار مُنهون ڪتو شيطان آهي. جيڪڏهن ڳئُون ڪاسائيءَ جي حقيقت کان واقف ٿي پوي تہ ڪڏهن بہ ان جي پويان اَڏيءَ تائين ڪانہ وڃي ۽ نہ ان جي هٿان گاهہ کائي، نہ ان کي کير پياري! جيڪڏهن مجبوريءَ ۾ ڪاسائيءَ جي هٿ جو گاهہ کائي بہ تہ اهو هضم ڪونہ ٿئيس. دنيا جو وهنوار ائين غفلت سان هلي رهيو آهي، ورنہ دنيا جي دولت جو خلاصو ٻوڙ ڍُڪ، مار ڏاڙ کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي.

ماڻهو جنهن ڪم ۾ محنت ۽ ڪوشش سان لڳندو آهي، خدا ان ڪم جا عيب ان کان مخفي رکندو آهي. تڏهن تہ ماڻهو ان ڪم ۾ لڳو رهندو آهي. اها ڳالهہ صرف ڪم ۾ نہ آهي، پر فڪر ۽ خيال ۾ بہ آهي. جيڪڏهن ان خيال جو عيب ظاهر ٿي پوي تہ ماڻهو ان کان سوين ڪوهہ پري ڀڄي وڃي، ايترو جيترو مشرق ۽ مغرب ۾ فاصلو آهي. جنهن حالت ۽ ڪيفيت سان انسان پڇاڙيءَ ۾ شرمندو ٿيندو آهي، جيڪڏهن اڳندي ئي ان جي ڪيفيت معلوم ٿي وڃي، تہ ان ۾ ڪڏهن ڪونہ لڳي. قضاءِ خداوندي جي تقاضا اها آهي تہ ڪم ۽ خيال جي برائي انسان تي ظاهر نہ ٿئي، ورنہ قضا جي مطابق ڪم ڪري ڪونہ سگهندو. هڪ تہ اهو ڪم مقدر ۾ هو، پوءِ اها پريشاني هڪ ٻي قضاءِ خداوندي آهي. گناهہ تي پريشان ۽ شرمندو ٿيڻ زياده مفيد نہ آهي، پر عمل صالح ۾ لڳڻ زياده مفيد آهي. جيڪڏهن انسان گناهن تي شرمندگيءَ ۾ قاسي رهجي ويو تہ نيٺ ان شرمندگيءَ کان اڃا وڌيڪ شرمندگي ٿيندي. جيڪڏهن انسان گناهن تي شرمندگي ئي پنهنجو شيوو بنائيندو تہ نتيجو هيءُ ٿيندو تہ اڌ عمر ڪمن جي پريشانيءَ ۽ باقي اڌ شرمندگيءَ ۾ گذري ويندي. ڪو نيڪ عمل هٿ نہ ايندو. پشيمانيءَ جي عادت ڇڏي انسان کي سٺا ڪم ۽ سُٺي صحبت اختيار ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن تو وٽ ڪو نيڪي جو ڪم موجود ئي نہ آهي، انهيءَ ڪري تون بُر ي ڪم جي شرمندگي ۾ وقت گذاري رهيو آهين، پوءِ تون اهو ٻڌاءِ تہ شرمندو ڪهڙي ڪم جي ڇڏڻ تي ٿي رهيو آهين؟

جيڪڏهن توکي نيڪ رستو معلوم آهي تہ ان تي هل ۽ جيڪڏهن توکي نيڪ رستو معلوم ئي نہ آهي تہ پوءِ تو اهو ڪيئن سمجهيو تہ تون غلط رستي تي هُئين. جيڪو شخص بديءَ کي نٿو سمجهي اهو نيڪيءَ کي بہ ڪونہ سمجهندو، ڇاڪاڻ تہ هر هڪ شيءِ کي ان جي ضد سان سڃاتو ويندو آهي. اسان جي نصيحت آهي تہ، شرمندگي ختم ڪري عمل شروع ڪر. جيڪڏهن تون ھي چوين تہ، شرمندگي ختم ڪرڻ کان آئون عاجز آهيان تہ اهڙي عاجزي گناهہ ڇڏڻ تي بہ هئي، انهيءَ ڪري تنهنجو گناهہ اضطراري ٿيو ۽ اضطراري فعل تي شرمندگي اجائي ڳالهہ آهي. تنهنجي عاجزي قضاءِ خداوندي وتان اختيار جي سلب ٿيڻ جي ڪري نہ آهي، انسان جو عجز قدرت جي سلب ٿيڻ جي ڪري نہ آهي.

مولانا روميءَ رحمة الله عليه وري اڳوڻي مضمون کي بيان ڪري ٿو تہ، انسان جي هر تمنا هن ڪري آهي تہ ان جو عيب ڪانئس لڪل آهي، جيڪڏهن ان جي آرزوءَ جو عيب واضح ٿي وڃي تہ پوءِ انسان جيڪر ڇڪڻ سان بہ اوڏانهن ڪونہ وڃي. جنهن ڪم کان انسان کي نفرت هوندي آهي، ان جو سبب اهو ئي آهي تہ ان جو عيب انسان تي ظاهر ٿي ويندو آهي. اي الله! بُرن ڪمن جو عيب اسان کان مخفي نہ رک ۽ نيڪ ڪم ۾ ڪو عيب رونما نہ ڪر.

هاڻي مولانا وري حضرت سليمان عليه السلام واري ڳالهہ ڏانهن اچي ٿو:

حضرت سليمان عليه السلام پنهنجي عادت مطابق صبح صادق کان پوءِ مسجد اقصيٰ ۾ ويندو هو ۽ نيون ٻوٽيون ڳوليندو هو، تان ته انهن جا فائدا ۽ نقصان معلوم ڪري سگهي.

حضرت سليمان عليه السلام جهڙي طرح ٻوٽين جا حالات معلوم ڪندو هو، اهڙيءَ طرح صوفي پنهنجي دل جي "مُصفي" اڪين سان معارف جو راز ڏسندو آهي.

**ان صوفيءَ جو قصو جيڪو باغ ۾ مُنهن مونن ۾ هنيون ويٺو هو**

ان صوفيءَ جو قصو جيڪو باغ ۾ مُنهن مونن ۾ هنيون مراقبي ۾ ويٺو هو، سندس دوستن ڪيس چيو ته: مٿو مٿي ڪڻ! باغ جو سير ڪر، ميوا ڪاءِ ۽ پکي ڏس! چاڪاڻ ته (حڪم آهي) الله جي رحمت جي نشانين تي نظر ڪريو

صوفئے در باغ از بہر کشاد

صوفیانہ روی بر زانو نھاد

ترجمو: "هڪ صوفي باغ ۾ مشاهدي جي لاءِ صوفين جي طريقي مطابق مُونن ۾ مُنهن هنيون ويٺو هو."

هڪ بيڪار انسان ان کي ننڊ جي صورت ۾ ڏسي پريشان ٿيو ۽ صوفيءَ کي چيائين ته، تون ڇو ننڊ پيو آهين؟ قرآن پاڪ ۾ آهي: فَانْظُرْ اِلٰٓى اٰثٰرِ رَحْمَتِ اللّٰهِ كَيْفَ يُحْيِ الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا (الروم:50) "پوءِ توهان ڏسو رحمت (مينهن) جا آثار (ٻوٽا) ته اهي الله ڪيئن زنده ڪري ٿو، انهن جي مرڻ کان پوءِ." صوفيءَ جواب ڏنو ته حقيقت ۾ رحمت جا آثار دل جا آثار آهن، جن جو مُراقبي ۾ مشاهدو ٿئي ٿو ۽ هن دنيا جا باغ دل جي نشانين جا نشان آهن ۽ جهڙيءَ طرح هن باغ ۽ بهار جو عڪس هن نهر ۾ نظر اچي ٿو، جيڪا باغ مان وهي رهي آهي. اهڙيءَ طرح هي باغ بهار دل جي آثارن جو عڪس آهي. جيڪو پاڻيءَ ۾ نظر اچي ٿو، اهو اصل نه، بلڪ ان جو عڪس هوندو آهي. ڪائنات ۾ هر شيءِ ڪنهن صفت خداونديءَ جو مظهر آهي ۽ قلب انساني سيني صفتن جو مظهر آهي، انهيءَ ڪري اصل آثار اهي آهن جيڪي دل ۾ نمايان ٿين ٿا. هيءَ ڪائنات ان جي ٻئي درجي جي شيءِ آهي. انهيءَ ڪري هي ان جو عڪس آهي. هن دنيا کي دوکو ان ڪري فرمايو ويو آهي ته، هيءَ ڪائنات دل جي آثارن جو عڪس آهي. جيڪي ماڻهو دوکي ۾ پيا آهن، اهي هن ڪائنات کي اصل ۽ جنت سمجهيو ويٺا آهن. دل جي باغ و بهار کان پڄن ٿا ۽ ان جا عڪس حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، جڏهن ان غفلت جي خواب مان بيدار ٿيندا ته اصل حقيقت نظر ايندن، پر ان وقت ڪو فائدو ڪونه ٿيندو. ان وقت اهي ماڻهو قبرستان ۾ هوندا ۽ دارالعمل (دنيا) مان هليا ويا هوندا. ان وقت آنُهن پرڻ کان سواءِ ڪجهه حاصل ڪونه ٿيندو. جنهن شخص موت کان پهريان فنا حاصل ڪري ورتي ۽ اصل باغن جو راز حاصل ڪري ورتو، اهو مبارڪباد جي قابل آهي.

**مسجد اقصيٰ ۾ خُروب جو ڦٽڻ ۽ حضرت سليمان عليه السلام جو رنجيده ٿيڻ**

هتان کان وري حضرت سليمان عليه السلام جو ٻُوٽي سان هم ڪلام ٿيڻ جو بيان آهي. "خَرُوب "جي معنيٰ آهي: برباد ڪرڻ وارو. هيءَ هڪ گاهه جو نالو آهي، جنهن جو ڦُٽڻ مڪان جي بربادي جي نشاني سمجهيو ويندو آهي.

ہمچنیں روزے سلیمانؑ از قضا

شد بعادت مسجد اندر اے فتیٰ

ترجمو: "اي نوجوان! قسمت سان هڪ ڏينهن حضرت سليمان عليه السلام عادت مطابق مسجد اندر ويو."

هن هڪ نئين ٻوٽي ڏٺي، جيڪا تمام گهڻو سرسبز ۽ شاداب هئي، ٻُوٽيءَ حضرت سليمان عليه السلام کي سلام پيش ڪيو، ان ٻوٽيءَ جي خوش نمائيءَ سان حضرت سليمان عليه السلام جي طبيعت خوش ٿي وئي. ٻوٽيءَ چيو ته، جتي آئون

ڦُنان ٿي، اها جڳهه ويران ٿي ويندي آهي. ڇاڪاڻ ته منهنجو نالو خروب آهي، يعني خراب ڪندڙ آهي، انهيءَ ڪري آئون مڪان جي بربادي جي نشاني آهيان.

مسجد جي ويرانيءَ جي امڪان مان حضرت سليمانؑ سمجهي ويو ته سندس وفات جو وقت اچي ويو آهي. ڇاڪاڻ ته ان مسجد جي بربادي سندس زندگيءَ ۾ ڪانه پئي ٿي سگهي، مسجد جي بربادي ته سندن مرڻ کان پوءِ ئي ممڪن هئي. هتان کان مولانا رومي هدايت ڪندي فرمائي ٿو ته، جنهن دل جو جسم نمازي هجي، اها دل مسجد آهي ۽ بري صحبت ان جي لاءِ خروب ہوٽي آهي، جڏهن بُري دوست جي محبت دل ۾ ڦُٽندي ته دل جي مسجد برباد ٿي ويندي ۽ تون تباه ٿي ويندين. سالڪ جي اندر جي خروب ان جي دل جي ٻيڏ آهي، جيڪا ان کي ڪامل هاديءَ کان پري ڪري ٿي. ڪامل هاديءَ جي اڳيان پنهنجو پاڻ کي نادان ۽ مجرم سمجهه، تان ته هو تعليم ڏيڻ ۾ حجاب نه ڪري، جڏهن تون پنهنجي جهالت ۽ خطا جو اقرار ڪندين، تڏهن هو توکي تعليم ڏيندو. اها جهالت جي اقرار جي ذلت جيڪا واقعي آهي، جهالت جي فخر کان گهڻو بهتر آهي.

حضرت آدمؑ ترت اعتراف ڪيو هو، شيطان وانگر عذر ۽ بهانا ڪونه بنايا. شيطان پنهنجي خطا جي سلسلي ۾ خدا سان بحث شروع ڪيو ۽ طرح طرح جا عذر پيش ڪيا. اهو بدبختي جو رنگ تنهنجو چڙهايل آهي: رَبِّ بِمَآ اَغْوَيْتَنِيْ: (الحجر:39) ”اي خدا تو مون کي ڪهڙي سبب جي ڪري گمراهه ڪيو؟“ اهو شيطان چيو هو. مطلب ته، شيطان پنهنجو پاڻ کي سراسر مجبور بنائي پيش ڪيو هو. هو گناهه تي پنهنجي جبر کي بهانو بنائي ٿو ۽ پنهنجي اختيار کان قطع نظر ڪري ٿو. شيطان عذر جي بجاءِ الله تعاليٰ سان بحث شروع ڪيو. انسان گناهه مرضيءَ سان ڪري ٿو، تنهن ڪري ارادو ۽ اختيار هوندي جبر جو عذر غلط آهي. گناهن ڏاهن خوشيءَ سان وڃڻ سان گڏ جبر ۽ زور زبردستي ڪٿي گڏ ٿي سگهن ٿا. نصيحت ڪرڻ وارن سان گڏ ويهي ابوجهه ماڻهن وانگر جنگ ڪرين ٿو ته پوءِ تون گناهن ۾ مجبور ڪيئن آهين؟ تون نصيحت ڪرڻ وارن کي چوندو آهين ته، جيڪو رستو مون اختيار ڪيو آهي، اهوئي صحيح آهي ۽ مونکي ڪو معمولي طعنو به نه ڏيو. مجبور اهڙيون ڳالهيون ڪٿي ٿو ڪري ۽ اهڙي لڙائي ڪيئن ٿو ڪري سگهي. مطلب ته نفس ئي خواهش کي پوري ڪرڻ ۾ ته بااختيار بنجي ٿو پر عقل جي تقاضا سان نيڪ ڪم ڪرڻ ۾ پنهنجو پاڻ کي مجبور ظاهر ڪري ٿو.

نيڪ بخت خوب سمجهي ٿو ته، گناهه ڪري چالاڪيءَ سان ان جو عذر پيش ڪرڻ شيطاني ڪم آهي. عشق ۽ محبت جنهن جي تقاضا اطاعت آهي، اهو حضرت آدمؑ جو ڪم آهي. اهڙي قسم جي چالاڪي سمنڊ کي تري پار ڪرڻ برابر آهي، جنهن جو انجام هلاڪت آهي. الله جي معاملي ۾ چالاڪيءَ سان ڪاميابي ناممڪن آهي، ان معاملي ۾ شيطان وڏائي ۽ ڪينو اختيار ڪيو. هن ناپيدا ڪنار دريا کي عبور ڪرڻ جي لاءِ عشق بمنزله ٻيڙيءَ جي آهي. انسان کي چالاڪي ڇڏي عشق جي حيراني اختيار ڪرڻ گهرجي، تڏهن مشاهدو حاصل ٿيندو. حضور ڪريم ﷺ جي تعليمات تي عقل کي قربان ڪري اُن جي ٻُڌايل رستي تي خدا جي پيروي تي هل. حضرت نوحؑ جي نافرمان پٽ ڪنعان طوفان جي وقت ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيڻ کان انڪار ڪيو، سو عشق جي ٻيڙيءَ کان انڪار ڪنعاني ڪم آهي.

قرآن پاڪ ۾ ڪعنان جو مقولو منقول آهي: سَاٰوِيْٓ اِلٰى جَبَلٍ يَّعْصِمُنِيْ (هود-٤٣) ”آئون عنقريب جبل تي ٺڪاڻو بنائيندس، جيڪو مون کي بچائيندو.“ هُن، هيءَ به چيو ته، آئون حضرت نوح جو احسان ڪونه کڻندس. خدا جنهن ذات جي مدح ۽ ثناء ڪري ٿو ته ان جي احسان وٺڻ کان ڇو گريز ڪجي، جڏهن اهو خدا جو محبوب آهي ته، احسان اسان جي جانين کي برداشت ڪرڻ گهرجي. ان بدبخت، ڪنعان کي ترڻ نه اچي ها ته اهو حضرت نوحؑ جي ذريعي نجات جو طالب بنجي ها. پار کي حيلا ۽ تدبيرون نٿيون اچن، ان ڪري اهو هر مصيبت جي وقت ماءُ جي پناهه ۾

ايندو آهي. ڪنعان رسمي علمن کان محروم هجي ها تہ عقلي تدبيرون ڇڏي ڪنهن خدا واري کان الهامي علم سکي ها. وهبي علم جي مقابلي ۾ رسمي علم هيچ آهي. وهبي علم ۽ رسمي علم ۾ اها ئي نسبت آهي، جيڪا تيمم ۽ وضوءَ ۾ آهي. وضوءَ جي جيڪڏهن طاقت آهي تہ تيمم بيڪار آهي. ڪامل رهنما جي اڳيان پنهنجو پاڻ کي نادان بناءِ، تڏهن رسمي علمن جي حماقت ۽ بيوقوفي مان ڇوٽڪارو ملندءِ.

حديث شريف ۾ آهي تہ: "اَهلُ الجَنّتِہ بلہ..." "پوررڙا جنتي آهن." پوررڙي يا نادان مان مراد اهو نادان نہ آهي جنهن ۾ مسخري هجي ۽ نہ وري اهو مراد آهي جيڪو پنهنجي ناداني سان دنيا جي دولت گڏ ڪرڻ جو شوقين هجي. ان مان اهو نادان مراد آهي جيڪو عشق خداوندي ۾ مقام حيرت ۾ هجي ۽ خدا جي عشق جو ان جي ڳلي ۾ طوق هجي. "اَبلَہ "مان مراد اهو سالڪ آهي جيڪو عشق خداوندي ۾ اهڙيءَ طرح مدهوش هجي جهڙيءَ طرح مصري عورتون حضرت يوسف عليہ السلام جي عشق ۾ محو ٿي ويون هيون ۽ هُنن ان محويت ۾ پنهنجا هٿ ڪپي ڇڏيا هئا ۽ انهن کي فقط رُخ يوسف عليہ السلام جو هوش هو. عقلمند، عقل کي الله جي ذات ۽ صفات جي سمجهڻ ۾ خرچ ڪن ٿا، بيوقوف وري دنيا جي ڪمن ۾ عقل جو استعمال ڪن ٿا. جيڪڏهن محويت جي بنا تي عقل نہ رهي تہ پوءِ انسان جو وار وارُ عقل ۽ هنر بنجي ويندو آهي.

دنياوي ڪمن ۾ عقل سوزي آهي، آخرت جي معاملي ۾ عذر ڪرڻ سان عقل باغ و بهار بنجي ويندو آهي. جڏهن عقل جي پيداوار جي باغ ۽ جهنگ ڏانهن رخ ڪندا تہ ان جهنگ مان دين جا نُڪتا پڌندا ۽ توهان جو عقل تر و تازه ٿيندو. هن عشق جي راهہ ۾ پنهنجي شان ۽ شوڪت کي ترڪ ڪري عارف ڪامل جي تابع بنجي وڃو، جيڪو ڪامل هاديءَ جي تابعداري نہ ڪندو ان ۾ عيب ئي عيب هوندا ۽ اهو پاڪ روحن کي زخمي ڪندو. اهڙي شخص جي زندگيءَ کان موت ڀلو آهي، تان تہ روح کي ان ناپاڪ جسم مان ڇوٽڪارو ملي.

چرئي جي هٿ مان هٿيار ڦرڻ عدل انصاف ۽ نيڪي آهي. جيڪڏهن چرئي جي هٿ ۾ ۾ تلوار هوندي تہ گهڻو نقصان پهچائيندو. نااهل جي هٿ ۾ علم ۽ مال ۽ مرتبو اهڙو ئي تباه ڪُن آهي، جهڙو ڌاڙيل جي هٿ ۾ تلوار آهي.

**نالائق کي علم سيکارڻ ڪيس برباد ڪرڻ آهي ۽ ڌاڙيل هٿ ۾ ترار ڏيڻ برابر آهي**

هيءَ بيان تہ علم، مال ۽ مرتبو نالائق کي حاصل ٿيڻ ان جي رُسوائي آهي ۽ اهو اُن تلوار وانگر آهي، جيڪا ڌاڙيلن جي هٿ اچي ويئي هجي.

بدگُہر را علم و فن آموختن

دادنِ تیغے بدستِ راہزن

ترجمو: "بداصل کي علم ۽ فن سيکارڻ چور جي هٿ ۾تلوار ڏيڻ برابر آهي."

حبشي عام طور ڪم عقل هوندا آهن، اجا جڏهن اهي نشي ۾ هوندا تہ عقل جي ڳالهہ بلڪل ڪونہ ڪندا. اهڙيءَ طرح بداصل انسان علم ۽ مال مطلب تہ هر شيءِ جو غلط استعمال ڪندو. جهاد جي مشروعيت اِن لاءِ ٿي آهي تہ هن دنيا جي سرڪشن جي طاقت ختم ڪئي وڃي تان تہ اهي ماڻهن کي تباه ۽ گمراه نہ ڪري سگهن. جيستائين انهن وٽ ذريعا ڪونہ هئا تہ انهن جا عيب لڪل هئا. وسيلن جو هٿ ۾ اچڻ ڄڻ تہ نانگ جو سوراخ مان نڪرڻ آهي. جڏهن جاهل ۽ نادان بادشاه بنجي وڃي تہ ان جا ڪارندا نانگ ۽ وڇونءَ وانگر ماڻهن کي ڏنگيندا. اهڙو بادشاه خود بہ تباه ٿيندو ۽ ٻين کي بہ تباه ڪندو. جاهل بادشاه يا تہ بخل ڪندو، ڪنهن کي ڪجهہ ڪونہ ڏيندو، جيڪڏهن ڏيندو تہ نااهلن ۽ غيرمستحقن کي ڏيندو. ذليلن کي باعزت بنائيندو ۽ عزت وارن کي ذليل ڪندو. هو ان کي مرتبو ۽ منصب سمجهي ويٺو آهي، جيڪا ان لاءِ ڪڏ آهي.

جھڙيءَ طرح جاهل بادشاھ جي هٿان ملڪ تباھ ٿيندو آھي، اھڙيءَ طرح بناوٽي پير جي هٿان دين برباد ٿيندو آھي. جڏھن رهنما خود راھ کان ناواقف هجي تہ سچي قافلي کي اوڙاھ ۾ رهڻندو. ھو دعويٰ ڪندو ۽ پيروڪارن کي چوندو تہ اچو توهان کي حق جو مشاهدو ڪرايان، حالانڪ اُن خود بہ مشاهدو تہ درڪنار، حق جو پاڇو بہ ڪونہ ڏٺو هوندو آھي.

**"يايها المزمل" جو تفسير**

*خواند مُزمل نبیؐ را ایں سبب*
*کہ بُروں آ از گلیم اَے بوالھرب*

ترجمو: "ان سبب ڪري نبيﷺ کي چادر ويڙهڻ وارو چئي سڏيو ويو تہ اي ڀڄڻ وارا! چادر مان ٻاھر اچ."

گھڻين روايتن ۾ ھي بيان آھي تہ جڏھن حضورﷺ تي غار حرا ۾ پھريون وحي آيو، تڏھن پاڻ سڳوراﷺ ڏڪي ويا ۽ گھبرائجي چادر ويڙهي ليٽي پيا. ڪن روايتن ۾ اچي ٿو تہ، پاڻﷺ قريشن جي نافرمانيءَ کان رنجيده ٿي چادر ويڙهي ليٽي پيا.

مولانا رومي جو ڪلام اِن ئي روايت تي مبني آھي تہ حضورﷺ جيئن تہ نااهلن جي ڪري روپوشي اختيار ڪئي هئي، انهيءَ ڪري پاڻ سڳورنﷺ کي مُزمل چادر ويڙهڻ وارو چيو ويو آھي. بوالهرب قريش کان عليحدگيءَ کي ڀڄڻ سان تعبير ڪيو ويو آھي. انهيءَ ڪري حضورﷺ کي بوالهرب يعني قريشن کان فرار اختيار ڪرڻ وارو چيو ويو آھي.

جيڪڏھن توهان روپوشي اختيار ڪندؤ تہ دنيا ديوانگي ۾ مبتلا ٿي ويندي. انهيءَ ڪري ھي حڪم آھي تہ رات جو نماز ۾ قيام ڪريو. ڇاڪاڻ تہ توهان شمع آهيو ۽ شمع (ڏيئي) جو ڪم رات جو ٻيهڻ آھي. توهان جي هدايت جي نور سان ئي جهان روشن ٿيندو، ورنہ روح جيڪو شينهن آھي، اھو نفس کان، جيڪو سَهُو آھي، مغلوب ٿي ويندو. توهان امت جي لاءِ ناکئا آهيو. توهان اُٿو! هر طرف شيطان جو راڄ آھي. هن وقت علوم لدنّيہ جو فيض پھچائڻ وارا فقط توهان آهيو. حضرت عيسيٰؑ قوم کان روپوش ٿي ڪري آسمانن تي پھچي ويو. مخلوقِ خدا جي لاءِ توهان آفتابِ هدايت آهيو. توهان جي لاءِ خلوت ۽ ماڻھن کان جدائي مناسب نہ آھي. توهان هدايت جي ڪوهِ قاف جا عنقا آهيو. چنڊ آسمان تي پنهنجو سير جاري رکيو اچي ۽ ڪُتن جي ڀونڪڻ سان پنهنجي رفتار نٿو ڇڏي. توهان جا مخالف ڪُتا آهن، انهن جي ڀونڪڻ سان توهان پنهنجو طرزِ عمل نہ بدلايو. جڏھن قرآن پڙهيو وڃي تڏھن توهان خاموش رهو. خاموشيءَ سان ٻڌڻ جو حڪم آھي، پر ھي ڪُتا اِن حڪم کان بي بهره آهن ۽ ڀونڪي رهيا آهن. جهان بيمار آھي ۽ توهان ان جي شفا آهيو. مخلوق انڌي آھي، توهان ان جا رهنما آهيو. مخالفن جي ڪري انهن کي نہ ڇڏيو. حديث شريف ۾ آھي تہ: من قاد مكفوفا اربعين خطوة غُفر لهٗ، ماتقدم من ذنبه وماتاخر: "جنهن انڌي جي چاليهن قدمن تائين رهنمائي ڪئي، ان جا اڳيان پويان گناھ بخش ڪيا ويا". پوءِ توهان هن انڌي مخلوق جي قيادت ڪريو، توهان نبي آخرالزمان آهيو، ماڻھن جي سوڳ کي خوشيءَ ۾ تبديل ڪريو. جيڪي ماڻھو شڪن شُبهن ۾ مبتلا آهن، انهن کي شڪن مان ڪڍي منزل تي پھچايو، جيڪي ماڻھو توهانجي خلاف تدبيرون ڪري رهيا آهن، آئون انهن کي هلاڪ ڪندس. جيڪي انڌا آهن، انهن کي وڌيڪ انڌو ڪندس ۽ اهڙي تدبير ڪندس جو اھي زهر کي کنڊ سمجهي کائيندا. انهن مخالفن جو عقل ۽ تدبير مون کان وڌيڪ نہ آھي. قيامت ۾ جڏھن اسرافيل صور ڦوڪيندو تڏھن مردا اٿندا. توهان هتي پنهنجو صور ڦوڪيو ۽ نبوت جو اعلان ڪريو. مئل دليون ابدي حيات حاصل ڪنديون.

حضورﷺ فرمايو، آئون ۽ قيامت مليل جُليل موڪليا ويا آهيون. يعني جھڙيءَ طرح قيامت حق ۽ باطل جي

تفريق ڪري ٿي، آئون به حق ۽ باطل جي تفريق ڪريان ٿو. جهڙيءَ طرح قيامت ۾ مردا زنده ٿيندا، اهڙيءَ طرح حضورﷺ جي بعثت سان مرده دلين کي زندگي حاصل ٿيندي. هتي ضروري آهي ته پاڻ سڳورنﷺ جي ڪارنامن جو تفصيل بيان ڪيو وڃي ۽ ٻڌائجي ته حضورﷺ جن چادر مان اٿڻ کان پوءِ ڇا ڇا ڪيو؟ پر وقت ۾ گنجائش ناهي. پاڻ سڳورنﷺ جي انهن ڪارنامن جي تفصيل بيان ڪرڻ لاءِ جاودان عمر به ناڪافي آهي. بهترين نيزه باز کي جيڪڏهن چيو وڃي ته هو کڏ ۾ ويهي نيزي بازي ڪري ته هو ذليل ٿي ويندو ۽ صحيح نيزي بازي نه ڪري سگهندو. چاڪاڻ ته هن ڪم جي لاءِ وسيع ميدان درڪار آهي. ان صورت ۾ ٿوري وقت اندر معرفتن جو بيان اهو به عوام جي اڳيان ائين ئي آهي.

### جواب نه ڏيڻ جواب آهي

اهو بيان ته جواب نه ڏيڻ جواب آهي، ان ڳالهه جي تائيد ڪري ٿو ته، بيوقوف جو جواب خاموشي آهي ۽ انهن ٻنهي ڳالهين جي شرح هن قصي ۾ ڪئي وئي آهي:

بادشاہے بُود اورا بندۂ
مُردہ عقلے بود و شہوت زندۂ

ترجمو: ”بادشاه جو هڪ غلام هو، جنهن جو عقل مئل ۽ شهوت زنده هئي.“

بادشاهه جو اهو غلام بيوقوف ۽ شهوت پرست هو. آقا جي معمولي خدمت به انجام نه ڏيندو هو. آقا جو بدخواه هو ۽ ان ڳالهه کي سٺو سمجهندو هو. بادشاهه چيو، ان جو پگهار گهٽائي ڇڏيو، جيڪڏهن وڙهي ته ان جو نالو ملازمن جي فهرست مان ڪڍي ڇڏيو. هن غلام ۾ عقل گهٽ ۽ لالچ گهڻي هئي. جڏهن پگهار گهٽ ملیس تڏهن سرڪش ٿيجي ويو. جيڪڏهن عقلمند هجي ها ته، پنهنجو جائزو وٺي ها ۽ غلطيءَ جي معافي گهري ها ۽ خطا معاف ٿي وڃيس ها. ان غلام جو مثال ان گڏهه وانگر آهي، جنهن جي هڪ ٽنگ ٻڌڻ تي شرارت ڪري ته ٻي ٽنگهه به ٻڌي ويندي آهي.

ٻئي ٽنگون ٻڌڻ کان پوءِ گڏهه چوندو آهي ته، منهنجي لاءِ هڪ ٽنگ ڪافي هئي، هو اهو نٿو سمجهي ته، ٻئي ٽنگون سندس ڪميٽپ جي ڪري ٻڌيون ويون آهن. جيڪڏهن اهو سمجهي ته هڪ ٽنگ ان جي شرارت جي ڪري ٻڌي آهي ۽ شرارت ڇڏي ڏي ته اها به کولي وڃي.

### حديث نبويءَ جو تفسير

”الله تعاليٰ ملائڪن ۾ فقط عقل رکيو، جنهن جي تقاضا اطاعت ۽ بندگي آهي. انهيءَ ڪري ملائڪن کان گناهه نٿو ٿئي. حيوانن ۾ فقط شهوت رکيائين، جنسي هجي يا کائڻ پيئڻ جي. انسان ۾ عقل ۽ شهوت ٻئي رکيائين، پوءِ جنهن جو عقل شهوت تي غالب آيو، اهو ملائڪن کان افضل آهي. جنهن جي شهورت عقل تي غالب آئي، اهو جانورن کان به گهٽ آهي. نبيﷺ سچ فرمايو.“

در حدیثِ آمد کہ یزدانِ مجید
خلقِ عالم را سہ گونہ آفرید

ترجمو: ”حديث ۾ آيو آهي ته، الله تعاليٰ جهان جي مخلوق ٽن قسمن تي پيدا فرمائي آهي.“

**هڪڙو قسم ملائڪن جو آهي جن کي صرف عقل ڏنائين، جنهن جي تقاضا اطاعت ۽ بندگي آهي. تنهن ڪري فرشتن کان گناهه ڪونه ٿئي، حيوانن ۾ صرف شهوت رکيائين، پوءِ اها جنسي هجي يا کاڌي پيتي جي. ٽيون قسم**

انسانن جو آهي، جن ۾ عقل ۽ شهوت ٻئي رکيائين. انسان روح انساني ۽ جسم جو مرڪب آهي. روح ۾ مَلڪيت آهي ۽ جسم ۾ حيوانيت آهي. جسم جو تعلق عالمِ سفلي ناسوت سان آهي. روح جي پرواز عالم بالا ڏانهن آهي. انسان جو پنهنجي قوتن سان ٽڪر رهندو آهي. جڏهن انسان روح جي تقاضا کي پورو ڪندو آهي ته ملائڪن کان وڌي ويندو آهي. ڇاڪاڻ ته ان جسماني خواهش کي مغلوب ڪيو آهي. جيڪڏهن انسان شهوت سان مغلوب ٿي وڃي ٿو ته، حيوانن کان به بدتر آهي.

ڇاڪاڻ ته حيوانن ۾ عقل ناهي، هن ۾ عقل هو. ملائڪن ۽ حيوانن ۾ انهن ٻنهي متضاد طاقتن جي ڪشمڪش نه آهي. انسان انهن جي ڪشمڪش جي ڪري عذاب ۾ آهي. هاڻي انسانن ۾ به ٽي قسم آهن: هڪ اهي جن خالص مَلڪيت اختيار ڪئي، جيئن حضرت عيسيٰ عليه السلام آهي، جيڪو وڃي ملائڪن ۾ شامل ٿيو. ٻيو قسم انسانن جو اهو آهي جيڪو بلڪل حيوانن ۽ گڏهن وانگر آهي. انهن ۾ مَلڪيت هئي پر اهي ڪم ظرف هئا. انهن مان ملڪيت ختم ٿي وئي. جهڙيءَ طرح روح نڪرڻ سان جسم مرده ٿي ويندو آهي، اهڙيءَ طرح ساهه مان ساهه نڪري وڃڻ سان جان مرده ٿي ويندي آهي. مطلب ته جڏهن روح جون وصفون باقي نه رهن ته روح مرده ٿي ويندو آهي. اهڙن ماڻهن ڪانگ صفت انسانن جي پيروي ڪئي. اهي ڪانگ وانگر مڪر، حرص ۽ مردار خوري جا عادي ٿي ويا. جڏهن روح ۾ روح جا خواص نه رهن ته اهو پست ۽ ذليل آهي. صوفي به ان جا قائل آهن. عالم ناسوت ۾ ان جي مشغوليت حيوانن کان به وڌي وڃي ٿي ۽ هي عالَم ناسوت جي مشغلن دوران حيوانن کان وڌيڪ تڪليف برداشت ڪري ٿو. هاڻي اهي مڪاريون ڪري ٿو، جيڪي حيوانن کان به تصور نٿيون ڪري سگهجن. هن جو روح ملاءِ اعليٰ ڏانهن نٿو وڃي. هي جيتريقدر علم آهن، فقط عالم ناسوت جي تعمير ۽ ترقي جي لاءِ آهن، جيڪو حيوانات جي آخري منزل آهي. اهي علم چند ڏينهن جي زندگيءَ لاءِ آهن. انهن کي اهي بيوقوف فلسفي رمزن سان تعبير ڪن ٿا. طريقت ۽ ان جون منزلون صاحبِ دل ڄاڻي ٿو. حقيقت ۾ رمزن چورائڻ جا اهي ئي حقدار آهن. جڏهن انسان روح حيواني وڃائي ته اهو حيوان آهي. انهيءَ ڪري قرآن پاڪ ۾ اهڙن ماڻهن جي باري ۾ فرمايو ويو: أُولَٰئِكَ كَالْأَنْعَامِ: (الاعراف:179) ”جانورن وانگر آهن.“ روح انساني بيدار آهي ۽ هنن جو روح سُتل آهي. هي روح عقل ۽ مُقتضيات کان اهڙيءَ طرح غافل آهن. جڻ ڪو سُتل هجي ۽ پنهنجي حواس کي عقل جي مقتضيات جي برعڪس ڪم ۾ آڻي. جڏهن انهن ۾ بيداري ايندي ته سندن حواس ابتا هجڻ جو احساس ٿيندو، ننڊ مان سجاڳ ٿي ڪري انسان سمجهندو آهي ته، ننڊ جي حالت ۾ ان جا حواس صحيح ڪم ڪونه ڪري رهيا هئا. قرآن پاڪ ۾ آهي ته: ”لَقَدْ خَلَقْنَا الْإِنسَانَ فِي أَحْسَنِ تَقْوِيمٍ ۝ ثُمَّ رَدَدْنَاهُ أَسْفَلَ سَافِلِينَ ۝: (التين:4-5) ”اسان انسان کي بهترين ساخت تي پيدا ڪيو، پوءِ اسان اُن کي هيٺانهين کان هيٺانهين مخلوق ۾ آندو.“

اهڙن ماڻهن جي صحبت کان بچڻ گهرجي. جيئن حضرت ابراهيم عليه السلام چنڊ سج جي اُلوهيت کان جدائي اختيار ڪئي هئي ته، آئون لهڻ واري کي پسند نٿو ڪريان. اهڙو انسان بدترين مخلوق آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ ڀلائيءَ جي استعداد هئي. هن ان کي تباهه ڪيو. ٻين حيوانن ۾ استعداد ئي ڪونه هئي، انهيءَ ڪري اهي بهيميت ۾ معذور آهن. جڏهن انسان استعداد ئي گم ڪري ڇڏي ته پوءِ جيڪا غذا استعمال ڪندو، اها وڌيڪ حماقت جو سبب بنبي. هي عام مومنن جو قِسم آهي، جن جو نفس، نفس لوامه آهي. هنن انسانن جي عقل ۽ نفس، روح ۽ بدن ۾ ڪشمڪش رهندي آهي.

## عقل جو نفس سان مقابلو

عقل جو نفس سان مقابلو ائين آهي، جيئن مجنونءَ جو جهيڙو اُٺڻيءَ سان يا مجنونءَ جو لاڙو شريف زادي ڏانهن ۽ ڏاچيءَ جو لاڙو ڦر ڏانهن هو، سو مجنونءَ چيو: منهنجي اُٺڻيءَ جو لاڙو منهنجي پويان ۽ منهنجو لاڙو اڳيان آهي ۽

هٿي پاڻ ۾ نٽا ٿهون.

همچو مجنوں در تنازع با شتر
گه شتر چربید وگه مجنونِ حُر

ترجمو: ”جيئن مجني ڏاچيءَ سان مقابلو ڪيو هو، ڪڏهن ڏاچي غالب آئي، ڪڏهن آزاد مجنون.“

مشهور آهي ته، مجنونءَ کي معلوم ٿيو ته، ليليٰ اچي رهي آهي ته، هو ان جي استقبال لاءِ روانو ٿيو. جنهن اُٺيءَ تي سوار ٿيو ان جي ڦر کي گهر ڇڏيائين. رستي ۾ مجني ۽ ڏاچيءَ جي ڪشمڪش شروع ٿي. مجنون چاهي پيو ته، اٺي اڳتي وڌي تان ته ليليٰ جو وصال حاصل ٿئي. اُٺي وري گهر ڏانهن تاٽائي پئي تان ته ڦر وٽ پهچي. مجني ٿوري به غفلت ڪئي ٿي ته، اُٺي پوئتي هٽي ٿي وئي. جيئن ته عشق ۾ مجني جا حال هيٺا هئا، انهيءَ ڪري هو اٺيءَ جي ان حرڪت سبب بي هوش ٿي پئي ويو. انسان جو عقل ان جي ڪم جي نگهباني ڪندو آهي.

مجنون عشق ۾ بي عقل ٿي چڪو هو. اُٺيءَ کي عقل هو. اها جنهن وقت ڏسندي هئي ته ان جي مهار ڍري آهي ته فوراً سمجهي ويندي هئي ته مجنون غافل آهي ان وقت اِها پوئتي موٽڻ جي ڪندي هئي. جڏهن مجنون کي هوش آيو ٿي تڏهن ڏٺائين ٿي ته اٺي ڪيترا ميل پوئتي واپس هلي وئي آهي. مجنون ٽن ڏينهن جي مسافت ۾ ان حالت ۾ ڪئين سال رهيو. پوءِ هُن سوچيو ته، ٻن متضاد طرفن جي عاشقن جو پاڻ ۾ سفر طئي ٿي نه سگهندو. ڏاچيءَ مجنون جو رستو کوٽو ڪري رهي آهي ۽ مجنون ڏاچيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ ٿي پيو آهي. نيٺ مجنون ڏاچيءَ کي ڇڏي پيادل هلڻ لڳو.

مولانا فرمائي ٿو، جيڪو شخص جسم جو ساٿ نه ڇڏي، اهو به گمراهه ٿي ويندو آهي. روح ۽ جسم جي خواهش به جدا آهي، ٻنهي جو ساٿ نٿو نڀائي سگهجي. روح جي پرواز عالم بالا ڏانهن آهي. جسم جي خواهش زمين تي رهڻ جي آهي. جيستائين انسان جو روح جسم سان گڏ رهندو، مقصد حاصل نه ٿيندو. مجنون چيو، هن ڪشمڪش ۾ منهنجو وقت ضايع ٿيو. وصال تائين هي رستو ٻن قدمن جو هو. جيئن بني اسرائيل تيهه جي ميدان ۾ چاليهه سال چڪر ڪاٽيندا رهيا ۽ شام جو ان ساڳي جاءِ تي هوندا هئا، جتان ڪان صبح جو هليا هئا. مجنون پوءِ پنهنجو پاڻ کي ڏاچيءَ تان هيٺ ڪيرايو. هيٺ ڪرڻ سان مجني جو پير ڀڄي پيو، پير کي ٻڌائين ۽ چيائين ته، هن حال ۾ به گوڏن ڀر گسڪندو ليليٰ ڏانهن ويندس.

حڪيم سنائي چوي ٿو ته، الله جو عشق ليليٰ جي عشق کان گهٽ نه آهي. جڏهن مجنون ليليٰ جي عشق ۾ ڏاچيءَ کي خيرباد چئي سگهي ٿو ته، خدا جي عشق ۾ جسم جي سواري کي يقيناً خيرباد چوڻ گهرجي. الله جي رستي ۾ رڙهندو ڏٺيءَ جي دربار تائين پهچي وڃ.

هن سفر جي شروع ۾ تون ڪوشش ڪندين، پوءِ الله ڏانهن ڪشش پيدا ٿي ويندي. جذبهءِ خداوندي سان جيڪا رفتار ٿيندي اها فقط عطاء خداوندي آهي. اهو خدائي جذبو عام جذبو ناهي، جيڪو رستي ۾ حاصل ٿي وڃي. هي اهو جذبو آهي، جنهن کي حضور صلى الله عليه وسلم جي مهرباني قائم ڪيو آهي ۽ ان جي جانشينن کي حاصل آهي.

**پگهار گهٽجڻ تي بادشاهه کي غلام جي دانهن**

رقعهٔ پُر جنگ و پُر هستی و کیں
می فرستد پیش شاهِ نازنیں

ترجمو: ”وڙائي، ڪاوڙ ۽ ڪيني سان ڀريل هڪ چٺي نازڪ مزاج بادشاهه جي خدمت ۾ پيش ڪيائين.“

بيوقوف غلام انتهائي ڪاوڙ مان خط لکيو ۽ اهو به نازڪ مزاج بادشاهه کي جنهن ۾ پنهنجي وڏائي ظاهر ڪيائين. مولانا رومي هتان کان ارشادي مضمون شروع ڪري ٿو ته:

"تنهنجو جسم ان غلام جي خط وانگر آهي، ان ۾ ڏس ته بادشاهه جي لائق مضمون آهن يا نه؟ جسم جي ان خط کي ڪولڻ ۽ پڙهڻ آسان نه آهي. پنهنجي جسم جي خط کي خاصُ ماڻهو ئي پڙهي سگهن ٿا. عوام کي پنهنجي دلين جي رازن جو احساس نه ٿيندو آهي. يعني، اسين نيڪ ڪمن جي فهرست تي اڪتفا ڪري ويهون ٿا، جنهن ۾ فقط عنوان هوندا آهن، يعني فقط ظاهر جو اعتبار ڪريون ٿا، اهو عنوان عام کي ڦاسائڻ جو ڄار آهي. اهو خط جي مضمون کي به عنوان جهڙو سمجهيو وڃا آهن. يعني، باطن کي ظاهر جهڙو ڄاڻن ٿا. خط جي مضمون کي پڙهڻ گهرجي. ايمان جو زباني اقرار عنوان آهي. اصل ايمان دل ۾ آهي. جيڪڏهن فقط زباني اقرار آهي ۽ دلي مجوتي نه آهي ته پوءِ اهو نِفاق آهي. جڏهن تون بادشاهه جي اڳيان تحفي ۾ ٻورو ٻري ڪٽي وجي رهيو آهين ته، ڪم از ڪم هي ڏس ته ان ۾ ڪهڙي شيءِ آهي؟ جيڪڏهن بادشاهه جي شايان شان نه آهي، ته ٻورو خالي ڪر ۽ ان ۾ اهو ڪي ڀر جيڪو بادشاهه جي شان وٽان هجي. اها خراب ڳالهه آهي جو تون معمولي مٽيءَ جو ٻورو ڀري ڪٽي وڃين. جيڪڏهن انسان پنهنجي جسم کي اخلاقِ حسنه سان نٿو ڀري سگهي ته ڪم از ڪم ايترو هجي جو اخلاقِ رذيله کان ته خالي هجي.

### پٽڪي واري رذيله فقيه جي حڪايت

"ان فقيه جي ڳالهه جيڪو وڏو پٽڪو ٻڌندو هو. سندس پٽڪو چور ڪٽي ڀڳو ته فقيه کيس دانهن ڪري چيو ته، ان کي کولي ڏس ته ڇا ڪٽي وڃي رهيو آهين؟"

هڪڙي فقيه ڪپڙن جون اڳڙيون پنهنجي پٽڪي ۾ ويڙهيون ته جيئن اهو ٿُلهو نظر اچي، پٽڪي جو ظاهر بهشتي جوڙن وانگر ٿي پيو، پر باطن منافق وانگر خالي هو. مطلب ته ان فقيه جو پٽڪي کي غلط شين سان ڀرڻ ڪيترو نه خراب هو. پره ڦٽي مهل فقيه مدرسي جو رخ ڪيو ته جيئن شان ۽ شوڪت سان نذرانو وصول ڪري رستي ۾ هڪڙو ڪپڙا ڦُرڻ وارو شخص لڪو وٺو هو، جنهن جهڙپ ڏيئي فقيه جي مٿي تان پٽڪو لاهي ورتو ۽ وٺي ڀڳو. ان تي فقيه کيس سڏ ڪري چوڻ لڳو: ته ڀهريان پٽڪو کولي ڏس، پوءِ ڀلي ڪٽي وڃ. جڏهن چور پٽڪو کوليو ته، اندر پيل ڪپڙن جون اڳڙيون پکڙجي ويون ۽ هڪ گز پراڻو ڪپڙو هٿ ۾ رهجي ويو. چور پٽڪو زمين تي اڇلائي فقير تي ناراض ٿيو ۽ چوڻ لڳو: جيڪڏهن آئون ان پٽڪي جي فڪر ۾ نه پوان ها ۽ ٻي ڪا فائدي واري چوري ڪريان ها ته، سُٺو هو. فقيه چيو ته، توکي شروع ۾ ڏوکو لڳو، پر آخر ۾ ته مون توکي سمجهايو. دنيا به شروع م اهڙا ئي مڪر ڪندي آهي پر آخر ۾ پنهنجا عيب ظاهر ڪندي آهي. دنيا عالمِ ڪون و فساد آهي. هن جي ڪمن ۾ بناء ۽ بگاڙ ٻئي آهن، بناء فريب ۽ ڌوڪو ڏيندو آهي. بگاڙ عيب ظاهر ڪندو آهي.

### دنيادارن کي نصيحت

زبانِ حال سان دنيادارن کي دنيا جي نصيحت ۽ وفا جي ڳولا ڪرڻ وارن کي پنهنجي بيوفائي ڏيکارڻ

*هم چنیں دنیا اگرچه خوش گفت*

*عیبِ خودرا بانگ زد باجمله گفت*

ترجمو: اهڙيءَ طرح جيتوڻيڪ دنيا بهترين شگفته آهي، وڏي آواز سان ان سيني کي پنهنجو عيب ٻڌايو.

دنيا جو سينگار پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو ۽ بگاڙ دنيا جي بي ثباتي ظاهر ڪري ٿو. انسان موسم بهار جي رنگينين تي تعجب ڪندو آهي، ان جي خزان کي به خيال ۾ رکڻ گهرجي. ڏينهن ۾ سج جو چهرو حسين هوندو آهي، لهڻ وقت اُن جي چهري تي اونده ڇانئجي ويندي آهي. اهوئي ڇوڪرو جيڪو پنهنجي حُسن جي ڪري ماڻهن جو آقا بڻجي ٿو،

پيريءَ ۾ پوڙهو بي عقل تي رُسوا ٿئي ٿو . سچي بدن جا وار اڇا ٿي وڃن ٿا، ڪاله اهي ڪارا هئا، سٺيون غذائون جيڪي انتهائي مرغوب هيون، جڏهن فُضلو بنجي بيت الخلا پهچن ٿيون تڏهن ناقابل ديد ٿي وڃن ٿيون. اهو فُضلو زبانِ حال سان چوندو آهي، اها منهنجي پهرين حالت ٻار جي ڏاٽي وانگر هئي، جڏهن تون ڦاسي وئين ته هاڻي ڏاٽو غائب ٿي ويو. ڪاريگر جون اهي ئي آڱريون جيڪي ڪڏهن فن جي استاد لاءِ باعثِ رشڪ هيون، پيريءَ ۾ ڏکن ٿيون. جوانيءَ جون مست نرگسي اکيون پيريءَ ۾ چنجهيون ٿي وڃن ٿيون، جن مان هر وقت پاڻي پيو وهندو آهي. وڏي ۾ وڏو بهادر پيريءَ ۾ بلڪل بيڪار ٿي پوندو آهي. مطلب ته بناء ۾ سينگار ڪان پوءِ بگاڙ آهي، انسان کي اهو پيش نظر رکڻ گهرجي. دنيا جو بگاڙ ظاهر ڪري ٿو ته، ان جو بناء ۾ سينگار انسان جي لاءِ ڄار آهي. انسان جو اهو عذر بيڪار آهي ته دنيا ڏوکو ڏنو، اهي ئي شيون جيڪي رونق جو سبب هيون، انهن جو انجام تباهي آهي. سڄي جهان جو اهوئي حال آهي: ان جي ابتدا بناء سان ۽ انجام بگاڙ تي آهي. دنيا جي شين جي انجام تي جيڪو نظر رکندو، اهو نيڪ بخت آهي. هر شيءِ جي آغاز ۾ انجام کي ڏس! شيطان وانگر نه ٿيءُ جو ڪجھ ڏٺائين ۾ ڪجھ نه ڏٺائين. شيطان حضرت آدم عليه السلام جو هڪ جُز ڏٺو ۾ ٻيو جُز ڪونه ڏٺائين. جسم ڏٺائين روح تي نظر نه ڪيائين. مردن کي عورتن تي فضيلت مردن جي عاقبت بينيءَ جي ڪري آهي. جيڪڏهن طاقت جي بنياد تي افضيليت هجي ته، پوءِ انسان ڪان شينهن ۾ هاٿي افضل هجڻ گهرجي.

دنيا جي ناپائيداري جي آواز تي متقي خواب حقيقت مان بيدار ٿين ٿا. دنيا جي ڪشش ۾ مرتبي جي آواز تي بدبخت ڪنائين ٿا، دنيا جي زوال ۾ عروج جو آواز ٻڌ ۾ پوءِ زوال جي آواز تي عمل ڪر، زوال جو آواز چوي ٿو ته، دنيا جي رونق ختم ٿيڻ واري آهي. دنيا جي رونق پاڻ ڏانهن سڏي ٿي، دنيا جو زوال چوي ٿو ته. مون کي ويجهو نه اچ. جيڪڏهن انسان دنيا جو هڪ آواز قبول ڪري ٿو ۾ پوءِ ٻي آواز ڪان بي تعلق ٿي وڃي ٿو ته، دنيا چوندي آهي ته، آئون پنهنجي رونق سان موجود آهيان. ٻيو آواز ايندو آهي ته، دنيا جي انجام کي ڏس. دنيا جي موجوده صورت مڪر ۾ فريب جي آهي. آغاز ۾ شروعات جي آئيني ۾ انجام به ڏس! اهو شخص مبارڪباد جي قابل آهي، جيڪو آغاز ۾ انجام کي ڏسي. جيڪڏهن انسان فقط آغاز جي پڪار ٻُڌي ته اها ان جي دل ۾ گهر ڪري ويندي، پوءِ هو انجام ۾ جو آواز ٻڌڻ پسند ڪونه ڪندو. انسان جڏهن آغاز ڏي لڙي ٿو ته، انجام ڪان اکيون بند ڪري ڇڏيندو آهي. ان جو مثال هي آهي ته، ڪورو ٿانءُ جيڪڏهن پيشاب کي جذب ڪري ته پوءِ پاڻي ان کي پاڪ نٿو ڪري سگهي. نظام عالم جذب ۾ انجذاب تي قائم آهي.

هر شيءِ ڪنهن ٻي شيءِ کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندي آهي، ڪفر ڪافر کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو، نيڪي نيڪن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي، اها معنوي ڪشش آهي. ظاهري ڪشش کي به ڏس! مقناطيس لوهه کي ڇڪيندي آهي، تو ۾ جهڙي صلاحيت هوندي، اُن ڏانهن تنهنجي ڪشش ٿيندي، جيڪڏهن نيڪن ڏانهن ڪشش نه آهي ته بُرن ڏانهن ڪشش ٿيندي. قِبطي يعني فرعون جي قوم جي شخص جو حضرت موسيٰ عليه السلام ڏانهن لاڙو نه آهي. اِهو ان کي خراب لڳي ٿو. سِبطي يعني (اسرائيلي) حضرت يعقوب عليه السلام جي نسل جو لاڙو هامان يعني فرعون جي وزير ڏانهن ناهي. اهو ان کي برو معلوم ٿئي ٿو. گڏه جي معدي ۾ گاهه جي ڪشش آهي. سُنن جي صحبت اختيار ڪرڻ جي لاءِ انهن جي ڪشش جو توهان کي پتو نه پوي ته. سندن سونهين ۾ رهبر جي ڪشش کي ڏسي سُڃائي ۾ برائي جو فيصلو ڪيو.

انسان جيئن ته اشرف المخلوقات آهي، ان جي غذا بدن جي اشرف حصي (ماءُ جي ڇاتيءَ) مان حاصل ٿئي ٿي. گڏه کي هيٺين حصي مان غذا ملي ٿي. جيئن ته عارف بالله اشرف المخلوقات ۾ اعليٰ فرد آهي، ان کي غذا الله جي طرفان ملي ٿي، حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم ۽ صديقين کي الله ڪان غذا حاصل ٿئي ٿي.

**عارف جي غذا**

خدا کي سڃاڻڻ واري جي غذا الله جو نور آهي، ڇاڪاڻ ته حديث ۾ آهي ته "آئون پنهنجي خدا وٽ رات گذاريان ٿو، اهو مون کي کارائي ۽ پياري ٿو." حضور ﷺ جو فرمان آهي ته، بُک خدائي غذا آهي، صِديق ان مان زندگي لهن ٿا، يعني الله جو ڪاڏو بُک ۾ پهچي ٿو.

عَدلِ قسام ست وقسمتِ کردنیست
این عجب که جبرنے و ظلم نیست

ترجمو: "تقسيم ڪرڻ واري جو انصاف ۽ ان جي تقسيم ته ڏسو! عجيب ڳالهه آهي ته، نه ڪو جبر آهي ۽ نه ڪو ظُلم آهي."

قسمت ڇا هر شيءِ کي قسامِ ازل جيڪو شخص جنهن شيءِ جي لائق نظر آيو، اها اُن کي ڏنائين. اِن تقسيم ۾ ڪنهن تي جبر به نه ٿيو ۽ نه ڪنهن تي ظلم ٿيو. پنهنجي صلاحيت جي اعتبار سان جڏهن انسان بُرو ڪم ڪندو آهي ته ان کي شرمندگي ٿيندي آهي. جيڪڏهن جبر هجي ته پوءِ عمل تي شرمندگي نه هجڻ گهرجي. الله تعاليٰ هر بندي جو نگهبان آهي، رزق ڏئي ٿو، صحت ڏئي ٿو. هاڻي هن مضمون کي ختم ڪرڻ گهرجي. گهڻو وقت گذري ويو ۽ مضمون اڌورو رهيو. مطلب ته جڏهن دربارِ خداوندي ۾ اچڻ وڃڻ هجي ته پنهنجي حالت کي مدنظر رک.

**دنيا کان دوکو کائڻ وارن ۽ نفس جي قيدين سان گفتگو**

اے بکردہ اعتمادِ واثقے
بر دَم و بر چاپلوسِ فاسقے

ترجمو: "هڪ فاسق جي فريب ۽ چاپلوسيءَ تي اي پڪو اعتماد ڪرڻ وارا!"

الله وٽان غذا حاصل ٿيڻ وارن جي مقابل ٻئي گروهه جو تذڪرو شروع ٿئي ٿو:

اهل الله پاڻ ۾ ڪڏهن مخالف ڪونه هوندا آهن، اهي هڪ ٻئي جو مال ڪونه چورائيندا آهن. انهن جو ڌيان آخرت ڏانهن هوندو آهي، ڇاڪاڻ ته عالم آخرت جون نعمتون ناقابل زوال آهن ۽ سندن خوشي ڪڏهن غم ۾ تبديل ڪونه ٿيندي آهي. دنيادار نفس جا تابعدار آهن ۽ نفس بي وفا آهي، انهيءَ ڪري دنيادار به بي وفا آهن. نفس جو قبلو فسق ۽ فجور آهي. دنيادار چاهي ڪيترو ئي ذهين هجي، پر جي هو آخرت کان غافل هجي ته مُرده آهي. دنيادار کي جڏهن هدايت ميسر ٿئي، تڏهن سمجهو ته مردو زنده ٿيو آهي. نفس انسان کي دوکي ۾ مبتلا ڪري ٿو ۽ يقين ڏياريندو رهندو آهي ته عمر وڏي آهي. آئنده نيڪي ڪرڻ جا موقعا ملندا پيا. في الحال دنيا جا مزا وٺ!

تون اهو آواز ٻڌ، جيڪو ڪڏهن گمنام ڪونه ٿيندو ۽ اهو نور حاصل ڪر، جنهن جي لاءِ غروب ٿيڻ نه آهي ۽ اهو اهلِ حق وٽ آهي. دنيا جا سيئي هُنر بحث ۽ مباحثا بمنزلہ فرعوني قوم جي آهن ۽ انهن جي لاءِ موت بمنزلہ درياءِ نيل جي آهي. هن دنيا جي رونق، شان ۽ شوڪت جيتوڻيڪ انسان کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو، پر موت کي ان جي لاءِ حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺِ سمجهو، جنهن جادوگرن جي جادوگريءَ کي ڳهي ڇڏيو هو. اهڙيءَ طرح موت انهن سيني هنرمندين کي ڳهي ويندو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي ان معجزي سان دنيا جي اونداهي ختم ٿي ويئي هئي ۽ خداوندي نور اُن کي ڳهي ويو هو. اُن اونده کي ڳهڻ سان خدا جي اُن نورِ مطلق ۾ ڪو اضافو ڪونه ٿيو، اهو اڳ ۾ ئي ڪامل ۽ مڪمل هو. سچي دنيا جو ايمان آڻڻ خدا جي خدائي ۾ اضافو نٿو ڪري سگهي.

ڪائنات کي الله تعاليٰ هن لاءِ پيدا فرمايو، تان ته اُن جي سڃاڻڻ جي نشانين ۾ اضافو ٿئي: کُنت کَنزاً مَخفياً

فَاَحْبَبْتُ اَنْ اُعْرَفَ فَخَلَقْتُ الْخَلْقَ: "آئون هڪ لڪل خزانو هوس، مون چاهيو ته سڃاتو وڃان. تڏهن مون مخلوق کي پيدا ڪيو." ذات ۽ نشانين جي اضافي ۾ فرق آهي، ڪنهن ذات ۾ اضافو ان جو دليل آهي ته، پهريان اها ناقص هئي. ذاتِ قديم حُدوث ۽ نقصان کان بالا آهي. جيتوڻيڪ اهو مضمون دقيق آهي، پر تون ٻڌندو رهه! الله تعاليٰ سمجهڻ جي توفيق ڏيندو.

## فَاَوْجَسَ فِي نَفْسِهٖ واري آيت جو تفسير

پوءِ موسيٰ عليه السلام پنهنجي دل ۾ ڊنو، اسان چيو ته: تون نه ڊڄ. يقيناً تون اعليٰ آهين. (طٰهٰ:68)

اِن مان هيءُ سمجهائين ته، معارف ۽ حقائق جا نُڪتا الله جي توفيق سان ئي سمجهه ۾ اچن ٿا.

*گفت موسیٰ سحر ہم حیراں کنے ست*

*چہ کنم کایں خلق را تمے زنے ست*

ترجمو: "(حضرت) موسيٰ عليه السلام چيو ته، جادو به حيران ڪندڙ آهي، آئون ڇا ڪريان، انهيءَ ۾ تميز نه آهي؟"

حضرت موسيٰ عليه السلام جي ڊڄڻ جو سبب جادوگرن يا نانگن جو ڊپ نه پر اهو هو ته ماڻهو معجزي ۽ جادوءَ ۾ فرق نه ڪري سگهندا. الله تعاليٰ اها مشڪل حل فرمائي، اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ معارف سمجهڻ جون مشڪلاتون حل فرمائيندو آهي. هو فرمائي ٿو عصا (لٺ) ۽ يَدِ بيضا جا معجزا ۽ جادوءَ ۾ فرق سمجهائيندس ۽ مومنن جي ايمان ۾ اضافو ڪندس. بدبخت ايمان کان محروم رهندا، انهن جادوگرن جو جوش خروش سڀ ڪافور ٿي ويندو ۽ تنهنجو غلبو ٿيندو.

ان دور ۾ جادوگري فخر جو سبب هئي، پر عصا جي معجزي کان پوءِ حقير ۽ ذليل بنجي وئي. هر زماني ۾ هڪ هُنر فخر جو سبب رهيو آهي، پر معجزي جي اڳيان اهو هار کائي ويو آهي.

حضرت مسيح عليه السلام جي دور ۾ طب ان جي دم ڪرڻ جي معجزي سان جهڪي ٿي وئي. حضور ﷺ جي دور ۾ فصاحت ۽ بلاغت قرآن جي اچڻ سان مات ٿي وئي. ڪوڙي جو چلتو ان وقت تائين رهندو آهي، جيستائين ڪسوٽي نه هجي. ڪسوٽي کان پوءِ اهو بي ملهه ٿي ويندو آهي. اهو ئي حال معجزن جي مقابلي ۾ انهن هنرمندن جو آهي، جڏهن ڪسوٽي نه هجي ته ڪوٽو ڪري جي برابريءَ جي دعويٰ ڪندو آهي. نبين ۽ عارفن جو انتقال انهن جي لاءِ الله جي قرب جو سبب آهي، بدڪار جيڪو آخرت ۾ ندامت ڪڻندو جيڪڏهن اهو عاقبت بين هجي ها ته، زندگيءَ ۾ گناهن تي ندامت جو اظهار ڪري ها، جيڪڏهن گنهگار پنهنجي گناهن تي زندگيءَ ۾ نادم ٿئي ها ته آخرت ۾ نِفاق ۽ بدبختي کان نجات لهي ها ۽ توبهه ڪري الله جي رحمت جو اميدوار بنجي وڃي ها.

جڏهن انسان پنهنجي گناهن تي نادم ٿيندو آهي، تڏهن رحمت خداوندي ان جي دل شڪستگيءَ کي دُور ڪندي آهي. جنهن آخرت کي پيشِ نظر رکيو، رحمت خداوندي ان جي دستگيري ڪندي آهي. هدايت جو دعويدار جعلي راهنما ٻُڏي ڇڏي ته سندس پيروڪار هميشه اهڙا انڌا ڪوڙ رهندا جو حقيقت کي سمجهي نه سگهن. تون انهن جعلي سونهن ڏانهن نه ڏس، انهن اصل حقيقتن مان ڪجهه شيون ڪاٽي ڇڏيون آهن، جن سان ماڻهن کي ڌوکو ڏين ٿا. تون انهن ماڻهن جا مرتبا ڏس، جن آخرت جو ڌيان رکيو، اهي ماڻهو عوام جي جان ۽ اک لاءِ باعثِ رشڪ آهن. دنيادار کي سچي ۽ڪوڙي رهبر ۾ فرق نظر نٿو اچي. قافلو جيڪڏهن صبح ڪاذِب کي صبح صادق سمجهي هلي ٿو ته نيٺ لُٽجي ويندو. اهڙيءَ طرح ڪوڙي رهبر جي پيرويءَ سان انسان تباهه ٿي ويندو آهي. سچي سونهين جي تابعداريءَ سان صحيح نظر حاصل ٿيندي آهي. دنيا ۾هر ڪري شيءِ جهڙي هڪ ڪوٽي شيءِ هوندي آهي، جنهن ۾ سڃاڻپ جي صلاحيت نه هجي ته ان جي تباهي آهي.

**ڪوڙن دعويدارن کي چتاءُ**

بُو مسیلم گفت من خود احمدم
دینِ احمدؐ را بفن برهم زدم

ترجمو: ”مُسيلمہ ڪذاب چيو تہ، آئون خود پيغمبر آهيان، مون احمد ﷺ جي دين کي تدبير جي ذريعي تباھ ڪري ڇڏيو.“

مسيلمہ ڪذاب جنهن يمامہ ۾ نبوت جي ڪوڙي دعويٰ ڪئي ۽ ڪجھ ماڻهو ان جا پيروڪار بنجي ويا، جيڪو حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي خلافت ۾ حضرت وحشي رضي الله عنه جي هٿان قتل ٿيو. ابتدا ۾ چند ماڻهو سندس گرويده بنجي ويا، آخر ۾ ذلت سان ماريو ويو. ائين تون بہ پڇاڙيءَ تي نظر رک، چڱن جي صحبت اختيار ڪر ۽ بُرن کان پاڻ کي بچاءِ. انهن ڪوڙن رهبرن، سچن جون ڳالهيون رٽيون آهن. حقيقت کان محروم آهن. جيڪڏهن ڪُونج هُد هد جي ٻولي سکي ورتي تہ ڇا ٿي پيو! اهو سليماني راز ۽ اهو پيغام ڪٿي آهي جيڪو هدهد بلقيس کي سبا ۾ وڃي ڏنو هو. حقيقي پرن سان اڏامڻ واري ۽ فرضي پَرن سان اُڏامڻ واري ۾ فرق ڪرڻ گهرجي. شاهي تاج ۽ هدهد جي تاج ۾ فرق ضروري آهي. انهن ڪوڙن رهبرن، بزرگن جون ڪجھ ڳالهيون سکي ورتيون آهن، جن جي ذريعي عوام کي ڦاسائين ٿا. اڳين اُمتن تي هلاڪت هن ڪري آئي جو انهن سچ ۽ ڪوڙ ۾ امتياز نہ ڪيو. الله تعاليٰ انهن کي امتياز ۽ فرق جي قوت ڏني هئي پر حرص ۽ لالچ ڪين انڌو ۽ ٻوڙو ڪري ڇڏيو هو.

جيڪڏهن حقيقي انڌو هجي تہ الله جي رحمت ان جي دستگيري ڪري ٿي، پر لالچ ۾ انڌي ٿيڻ واري جي معذوري ناقابل معافي آهي. اڳي جنهن کي سزا ڏني ويندي هئي، ان جا هٿ پير ڪِليون ٺوڪي بند ڪيا ويندا هئا. انسان خود پنهنجي حسد جي ڪري سزا ۽ تڪليف ۾ مبتلا آهي ۽ ان جي معافي نٿي ٿئي. الله تعاليٰ ٻہ اکيون هن لاءِ ڏنيون آهن تہ، انسان آغاز ۽ انجام ٻنهي کي ڏسي. جيڪو فقط دين تي نظر رکي اهو ڄڻ تہ هڪ اک وارو آهي، جانور پنهنجي انجام کان بي خبر آهي تہ ڄڻ اهو هڪ اک وارو آهي. انسان جي اک کي جانورن جي اک تي فضيلت آهي ۽ ان جو سبب انسان جي انجام بيني آهي. اکين کي هلاڪ ڪرڻ جي صورت ۾ حيوان جي ٻنهي اکين جو تاوان (ڏنڊ) انسان جي هڪ اک جي تاوان برابر آهي، جيڪڏهن جانور جون ٻئي اکيون ڪڍيائين تہ ان جانور جي اڌ قيمت ڏيڻي پوندي، ڇاڪاڻ تہ حيوان جون ٻئي اکيون پنهنجي ڪم ڪرڻ ۾ انسان جي اک جون محتاج آهن، انهيءَ ڪري اک جو پورو نفعو ان کي ڇٽن اکين يعني خود اُن جي ۽ انسان جي ٻن اکين سان، پوءِ ڄڻ تہ اُن جي ٻن اکين ڪڍڻ سان ان جي اکين جي نفعي جو اڌ حصو ضايع ٿي ويو.

انسان ٻن اکين مان پورو نفعو حاصل ڪري ٿو ۽ سندس هڪ اک ضايع ڪرڻ ڄڻ اکين جو اڌ نفعو وڃائڻ آهي. انهيءَ ڪري ان کي اڌ دِيت ڏيڻي پوندي. گڏھ جيئن تہ انجام بين نہ آهي، انهيءَ ڪري ان جون ٻئي اکيون بمنزلہ هڪ اک جي آهن. ڄڻ تہ هو ڪاڻو آهي.

**غلام طرفان بادشاھ کي چٺي لکڻ واري قصي جو رهيل حصو**

رفت پیش از نامہ پیش مطبخی
کائے بخیل از مطبخ شاہ سخی

ترجمو: هو، خط لکڻ کان اڳ بورچيخاني جي داروغي وٽ ويو تہ، اي سخي بادشاھ جي بورچيخاني سان بُخل ڪرڻ وارا!

مطلب تہ، منهنجي روزيءَ جو خيال ڪر، اُن ۾ ڪمي نہ ڪر! داروغي ڪيس سمجهايو تہ تنهنجي روزي شاهي حڪم سان گهٽ ڪئي وئي آهي، پر غلام هڪ دليل بہ نہ مڃيو. مطلب تہ، تير ۽ ڪمان خود ڪم ڪونہ ڪندا آهن، هلائڻ واري جون ٻانهون ڪم ڪنديون آهن. جنگِ بدر ۾ حضورﷺ مٺيءَ جي هڪ مُٺِ اڇلائي، جنهن سان مخالف پريشان ٿي ويا. قرآن پاڪ ان جي اڇلائڻ جي نسبت پاڻ سڳورنﷺ ڏانهن ڪئي ۽ وري ان جي نفي بہ ڪئي. ڇاڪاڻ تہ ان وقت حضورﷺ جن کي انتهائي قرب حاصل هو، جيڪي ماڻهو قُربِ فرائض کان ناواقف آهن، اهي حقيقت ۾ مجاز جو بحث شروع ڪندا آهن.

داروغي سان وڙهڻ کان پوءِ اهو غلام گهر ويو ۽ بادشاهہ کي غصي مان خط لکيائين. اُن خط ۾ الفاظ تہ تعريف جا هئا، پر انهن مان ڪاوڙ جهلڪي رهي هئي. انسان جا عمل جيڪڏهن نيڪ نيت کان خالي هجن تہ، بي رونق آهن، اُن غلام طرفان ڪيل تعريف وانگر. جيئن تازي ميوي کي رطوبتون جلد خراب ڪنديون آهن، تيئن دنيا جي رونق جلد کوٽ کي ظاهر ڪندي آهي. ڇاڪاڻ تہ، دنيا فِتنن ۽ ٺهڻ وارو جهان آهي. جيڪڏهن دل ۾ دشمني ۽ زبان تي تعريف هجي تہ اهڙي واکاڻ مان ممدوح خوش ڪونہ ٿيندو آهي. انسان دل جي صفائيءَ سان الحمدُ پڙهي تعريف ڪري تہ تيزيءَ سان عالي مرتبا حاصل ڪري سگهي ٿو.

حديث شريف ۾ آهي تہ: ”ان الله لا ينظر الیٰ صورکم و اموالکم ولاکن ينظر الیٰ قلوبِکُم و اعمالکم: “الله تعالیٰ توهان جي صورتن ۽ مالن کي نٿو ڏسي، توهان جي دلين ۽ عملن کي ڏسي ٿو.“

**آبروءَ لاءِ تعريف ڪرڻ**

اُن تعريف ڪرڻ واري جي حڪايت جيڪو آبروءَ لاءِ ممدوح جو شڪريو ادا ڪندو هو پر سندس اندر جي ڪاوڙ اٿهوند ۽ پراڻي گودڙيءَ مان ظاهر ٿي جڻ ٻڌائي رهي هئي تہ اهي سڀ شڪريا ڪوڙا آهن، مطلب تہ ان تعريف ڪرڻ واري جي زبان تي تعريفي جملا هئا،پر دل شڪر گذاريءَ کان خالي هئي.

آں يکی باذلق آمد از عراق

باز پرسند ياراں از فراق

ترجمو: ”هڪ شخص عراق مان گودڙي پائي آيو، دوستن جدائي (جي دور) جو حال دريافت ڪيو.“

چيائين: جدائي تہ هئي، پر سفر منهنجي لاءِ مبارڪ ۽ خوشخبري ڏيڻ وارو هو. ڇاڪاڻ تہ خليفي مون کي ڏهہ شاهي جوڙا ڏنا، انهيءَ ڪري سندس شڪر گذار آهيان. ماڻهن ڪيس چيو تہ، تنهنجي خراب حالت هن ڳالهہ جي شاهد آهي تہ، تون ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهين، تنهنجو ننگو بدن گواهي ڏئي رهيو آهي تہ بادشاهہ توکي ڪا خِلعت ڪونہ ڏني آهي. تنهنجي زبان تہ خليفي جي تعريف ڪري رهي آهي، پر تنهنجا ست ئي عضوا سندس شڪايت ڪري رهيا آهن. تنهنجا پير اگهاڙا ۽ بدن ننگو آهي، ڇا ان بادشاهي بخشش ۾ شلوار ۽ جوتو ڪونہ هو. همراهہ جواب ڏنو تہ، بادشاهہ تہ گهڻو ڪجهہ ڏنو پر مون سڀ خيرات ڪري ڇڏيو ۽ خيرات عيوض ڊگهي عمر حاصل ڪيم. ماڻهن ڪيس چيو: توکي مبارڪ، جو تو دنيا جو فاني مال ڏئي ڇڏيو ۽ عمر دراز حاصل ڪيئي. پر تنهنجي دل مان دونهون ڇو نڪري رهيو آهي؟ جڏهن دل ۾ ناگوارين جي باهہ هجي تہ غم ڪنهن خوشيءَ جي نشاني ڪونہ هوندو آهي! جيڪڏهن تو الله جي رضامندي ۽ عشق ۾ سڀ مال خيرات ڪيو آهي تہ ان جي ڪا نشاني توتي ظاهر هئڻ گهرجي.

جيڪڏهن ڪو چوي تہ منهنجيون اکيون سُرمئي ۽ شرميليون آهن تہ پوءِ ان جي اکين ۾ نيراڻ تہ هجڻ گهرجي؟ چهري جي ڪاوڙ ٻڌائي رهي آهي تہ پاڪبازي جي دعويٰ ڪوڙي آهي. جيڪڏهن طبيعت ۾ ايثار جو مادو هجي تہ انسان جو ڪردار صحيح هوندو آهي ۽ ان جا سوين آثار ظاهر ٿيندا آهن. ايثار جيڪڏهن هوندو آهي تہ دل ۾ زندگي

پيدا ٿيندي آهي. انسان الله جي رستي ۾ قرباني ڏئي ۽ نيڪ نيت هجي تہ نتيجا ۽ آثار يقيناً نمايان ٿيندا. جيڪڏهن زمين ۾ هڪ داڻي مان سؤ نہ ڦٽن تہ پوءِ الله جي زمين کي وسيع کھڙي اعتبار سان چئي سگهجي ٿو. مومن جي دل الله جي سرزمين آهي، دنيا جي فاني زمين جڏهن پيداوار ڏئي ٿي تہ الله جي زمين ڪيئن پيداوار ڪونہ ڏيندي ۽ دل ۾ نيڪيءَ جو ٻج پوکڻ سان ان جا ثمرات ۽ ميوا ڪيئن ظاهر نہ ٿيندا! پيداوار جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ آهي تہ:

مَثَلُ الَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ كَمَثَلِ حَبَّةٍ اَنْۢبَتَتْ سَبْعَ سَنَابِلَ فِيْ كُلِّ سُنْۢبُلَةٍ مِّائَةُ حَبَّةٍ : (البقره:261) ”جيڪي ماڻھو خدا جي راھ ۾ پنھنجا مال خرچ ڪن ٿا، انھن جي خيرات جو مثال ان داڻي وانگر آھي جنھن مان ست سنگ پيدا ٿين ۽ هر سنگ ۾ سئو داڻا ڦٽن.“ تو الله جي تعريف ڪئي، ان جي نشاني ڪٿي آهي؟ عارف بالله جڏهن الله جي تعريف ڪندو آهي تہ ان جا عضوا شاهدي ڏيندا آهن. اُن عارف بالله کي الله جي تعريف اعلىٰ درجن تي پهچائي ڇڏيندي آهي. ان عارف جي عضون تي انوار ۽ برڪتون رونما ٿينديون آهن، اهو حمد ان عارف کي دنيا کان نجات ڏياري جنتي بنائيندو آهي.

قرآن پاڪ ۾ آهي تہ: ”اِنَّ الْمُتَّقِيْنَ فِيْ جَنّٰتٍ وَّ نَهَرٍ ۙ فِيْ مَقْعَدِ صِدْقٍ عِنْدَ مَلِيْكٍ مُّقْتَدِرٍ (القمر-55،54)“جيڪي پرهيزگار آهن اهي جنت جي باغن ۽ نهرن ۾ سچي (عزت جي) جاءِ تي بادشاھ قادر جا مقرب هوندا.“ باغ جي حمد ان جي بهار آهي ۽ ان بهار جا گواھ ۽ شاهد ان جي پيداوار ۽ چشما وغيره آهن. جڏهن وات مان بصر جي ڏپ اچي رهي هجي تہ تون مُشڪ ڪائڻ جي ٻٽاڪ نہ هڻ. وات مان ٿوم جي ڏپ اچي ۽ تون چوين تہ مون گلقند ڪاڌو آهي! دل وڏي گهر سان مشابھ آهي، دل جي گهر جا پاڙيسري لِڪل آهي. دل جي درياءَ جي سوراخ سان اهي دل جا راز ڏسي وٺن ٿا، قرآن پاڪ ۾ آهي تہ: ”اِنَّهٗ يَرٰىكُمْ هُوَ وَقَبِيْلُهٗ مِنْ حَيْثُ لَا تَرَوْنَهُمْ ؕ اِنَّا جَعَلْنَا الشَّيٰطِيْنَ اَوْلِيَآءَ لِلَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ “(الاعراف:27)

”بيشڪ، اهو شيطان ۽ ان جو اولاد توهان کي ڏسن ٿا، توهان انهن کي نٿا ڏسي سگهو، اسان شيطانن کي انهن جو يار بنايو آهي، جيڪي ايمان نٿا آڻين.“

اولياءَ الله پنهنجي ڪشف جي ذريعي دلين جا احوال معلوم ڪن ٿا، جڏهن شيطان دل جي ڳالھ ڄاڻن ٿا تہ پوءِ اولياء ڇو نہ ڄاڻندا؟ انسان خود انهن ڪمالن کان محروم آهي. اوليائن کي محروم نہ سمجهڻ گهرجي.

**الاهي طبيبن جو دل جي بيماريءَ کي سڃاڻي وٺڻ**

جڏهن بدني طبيب علامتن جي ذريعي بيماريون سُڃاڻن ٿا تہ، پوءِ روحاني طبيب علامتن جي ذريعي روحاني بيماريون ڇو نہ سڃاڻندا. انهن کي تہ ظاهري علامتن جي بہ ضرورت نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي دلين جا جاسوس آهن

ایں طبیانِ بدن دانشوراند
برسقام تو ز تو واقف تراند

ترجمو: ”اهي بدن جا طبيب دانشمند آهن، تنهنجي بيماري بابت تو کان وڌيڪ ڄاڻن ٿا.“

طبيب نبض، رنگ ۽ ساھ جي ذريعي مرض جي تشخيص ڪندا آهن، پر روحاني طبيب بيماري ٻڌائڻ کان سواءِ سُڃاڻي وٺندا آهن. اهي بدني طبيب نو آموز ۽ سيکڙات آهن، انهيءَ ڪري انهن کي علامتن جي ضرورت پيش اچي ٿي. روحاني طبيب پري کان نالو ٻڌي سيئي اندروني حالات معلوم ڪري وٺندا آهن. اهي روحاني طبيب تہ انسان جي پيدائش کان اڳ ئي ان جي اندروني ڪيفيت معلوم ڪري وٺندا آهن.

**حضرت بايزيد طرفان خوشخبري ڏيڻ**

حضرت بايزيد قدس سره طرفان (حضرت) ابوالحسن خرقاني جي پيدائش جي باري ۾ ڪيترا سال اڳ ۾ خوش

خبري ڏني وئي هُئي ۽ ان جي صورت ۽ سيرت جي پوريءَ طرح نشاندهي ڪئي وئي هئي.

هن قصي ذريعي مولانا اهو سمجهايو آهي ته حضرت بايزيد رحمة الله عليه حضرت ابوالحسن خرقاني رحمة الله عليه جي پيدائش کان اڳ ئي ان جا احوال معلوم ڪيا هئا ۽ ماڻهن کي ٻڌايو هو.

آں شُنیدی داستانِ بایزید
کوز حالِ بوالحسن پیش چہ دید

ترجمو: ”تو (حضرت) بايزيد رحمة الله عليه جو اهو قصو ٻڌو آهي، جو هن (حضرت) ابوالحسن جو حال اڳواٽ ڄاڻي ورتو هو.“

هڪڙي ڏينهن حضرت بايزيد مريدن سان گڏ رَي جي علائقي ۾ وڃي رهيو هو ته اوچتو ڪيس خوشبوءِ جو احساس ٿيو. جنهن هوا بايزيد لاءِ خوشبوءِ آندي، اها ڀاڻي بنجي وئي ۽ ڀاڻيءَ ۾ اها ڪيفيت پيدا ٿي ويئي، جيڪا شراب ۾ هوندي آهي. ان وقت هڪ مريد حضرت بايزيد رحمة الله عليه کان دريافت ڪيو ته توهان ڇا سونگهي رهيا آهيو؟ بظاهر ڪو گُل به نه آهي ۽ توهان تي اها عجيب و غريب ڪيفيت ڇو طاري ٿي آهي؟

حضرت يعقوب عليه السلام پري کان ئي حضرت يوسف عليه السلام جي قميص جي خوشبوءِ سونگهي هئي. توهان تي جيڪا ڪيفيت طاري آهي، ان جي باري ۾ اسان کي به ڪجهه ٻڌايو، ڇاڪاڻ ته اوهان اسان کي هن جو عادي ڪونه بنايو آهي جو توهان اڪيلا مستفيد ٿيو ۽ اسين محروم رهون. صدرِ مجلس ئي ٻين کي شراب پياريندو آهي. حضرت بايزيد کي سنڌس مريد چيو ته، شراب لِڪائي نٿو پي سگهجي، ان جو يقيناً اظهار ٿي ويندو آهي. انسان وات جي بوءِ لڪائي سگهي ٿو، پر اکين جي مستي ڪيئن لڪائيندو؟ معرفت واري شراب جي خوشبوءِ ته لکن پردن ۾ به نٿي لِڪي سگهي، هن شراب جي خوشبوءِ سان ته جهنگ ۽ صحرا واسيو پيو آهي. هيءَ خوشبوءِ ته آسمانن کان به لنگهي ويئي آهي. معرفت جي شراب جي مَٽ جو مُنهن مِٽيءَ سان بند نٿو ڪري سگهجي، اهو پرده پوشي جي قابل نه آهي، توهان جي باطني توجه معرفت جو جيڪو راز حاصل ڪيو آهي، اهو اسان کي به ٻڌايو؟

حضرت بايزيد فرمايو ته، حديث شريف ۾ آهي ته: اِنِّي لَاَجِدُ نَفَسَ الرحمانِ من قِبَلِ اليَمَنِ. ”آئون خدا جي ساهه کي يمن جي طرف کان محسوس ڪري رهيو آهيان.“

رامين مشهور عاشق هو ۽ ويسه ان جي معشوقه هئي، ان کان پوءِ ويسه تي عشق جو غلبو ايترو قدر ٿيو جو اها رامين جي عاشق بنجي وئي. يعني عاشق جڏهن پنهنجو پاڻ کي فنا ڪندو آهي ته ان مان معشوق جي خوشبوءِ اچڻ لڳندي آهي. اهڙيءَ طرح حضرت اويس قرني رضي الله عنه مان الله جي خوشبوءِ ايندي هئي. ان کان پوءِ انسان الله جي اخلاقن وارو ٿي ويندو آهي ۽ زمين کان آسمان بنجي ويندو آهي. هريڙ جو جڏهن مربو بنجي ويندو آهي ته اها پنهنجي خوشبوءِ ۽ ذائقي کان جدا ٿي ويندي آهي. جيڪو شخص فنا جو درجو حاصل ڪري وٺندو آهي ته ان جي خودي ۽ انسانيت ختم ٿي ويندي آهي.

## سلطان بايزيد جو جواب

حضرت بايزيد قدس سره حضور صلى الله عليه وسلم جن جي هِن قول جي هم معنيٰ جواب ڏنو ته آئون يمن جي طرف کان خدائي ساهه محسوس ڪري رهيو آهيان.

گفت زیں سوی بوی یارے می رسد
کاندریں دہ شہر یارے ے رسد

ترجمو: ”فرمايائين هن طرف کان هڪ دوست جي خوشبوءِ اچي رهي آهي، ڇاڪاڻ ته هن ڳوٺ ۾ هڪ شاهه ايندو.“

هيترن سالن کان پوءِ هتي هڪ بزرگ پيدا ٿيندو، جنهن جو مرتبو تمام گهڻو بلندو هوندو. حضرت بايزيدؒ بطور انڪسار جي فرمايو ته، ان جو مرتبو مون کان وڏيڪ هوندو. حضرت بايزيد ان پيدا ٿيڻ واري روح جون صفتون ۽ انهن جو مسلڪ سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيو.

مولانا فرمائي ٿو ته، انسان ٽن شين سان مرڪب آهي: جسم، روح حيواني، روح انساني. پهريون ٻئي شيون فاني آهن ۽ انهن جو حليو به فاني آهي، انهيءَ ڪري انهن سان دل نه لڳائڻ گهرجي. روح انساني جنهن جو تعلق ملاءِ اعليٰ سان آهي، اُن سان وابستگي هجڻ گهرجي. حضرت بايزيد فرمايو ته، ان بزرگ جو جسم ڏيئي وانگر زمين تي هوندو، پر سندس نور آسمانن تائين هوندو. ان شاهه جو جسم زمين تي هوندو ۽ نور آسمان تائين هوندو هو. ان ڳالهه کي مثالن سان سمجهائي ٿو.

سج آسمان تي آهي ۽ ان جو نور هر گهر ۾ آهي. گُل نڪ کان هيٺان هوندو آهي، پر ان جي خوشبوءِ دماغ ۾ هوندي آهي. هڪ شخص پنهنجي گهر ۾ سُتل هوندو آهي ۽ ان جو روح عدن ۾ ڪنهن خوفناڪ نهر کي ڏسندو آهي ته ان جي جسم تي پگهر اچي ويندو آهي. حضرت يوسفؑ جي قميص مصر ۾هئي پر ان جي خوشبوءِ ڪِنعان ۾ پهچي رهي هئي. ماٿهن حضرت بايزيدؒ جي چوڻ مطابق حضرت ابوالحسنؒ جي پيدائش جي تاريخ لکي ڇڏي هئي. پوءِ لکيل تاريخ مطابق ان جي پيدائش ٿي.

### شيخ ابوالحسن جو جمڻ

*زاده شد آں شاه و نردِ مُلک باخت*
*از عدم پیدا شُد و مرکب بتاخت*

ترجمو: ”اهو شاهه پيدا ٿيو، سلطنت جي بازي کيڏيائين، عدم مان آيو ۽ سواري ڊوڙايائين.“

حضرت بايزيد جي وفات کان تقريبن به سئو سال پوءِ حضرت ابوالحسن پيدا ٿيو. حضرت ابوالحسن ۾ اهي وصفون هيون جيڪي حضرت بايزيدؒ ٻڌايون هيون. حضرت بايزيدؒ جون ٻڌايل وصفون صحيح ڇو نه هجن جو هُن لوح محفوظ تان پڙهي ٻڌايُن هيون ۽ ان لوح کي، لوح محفوظ هن ڪري چيو وڃي ٿو ته ان ۾ لکيل شيءِ غلطي کان محفوظ آهي. نجوم ۽ رمل وغيره جون ڳالهيون غلط ٿي وڃن ٿيون. حضرت بايزيدؒ کي انهن احوالن جي خبر وحي الاهيءَ جي ذريعي ٿي هئي. صوفي ان کي وحي دل چوندا آهن، اسين ان کي وحي دل ئي تسليم ڪريون ٿا، پر اها دل جيڪا خدا جي منظورِ نظر هجي، اها غلطي ڪيئن ڪندي. مومن کي جڏهن اهو مرتبو حاصل ٿي وڃي ته اهو الله جي نور جي ذريعي ڏسڻ لڳي، تڏهن ان جي صوابديدي غلطيءَ کان محفوظ ٿي ويندي آهي.

### غلام جي روزيءَ جي گهٽتائيءَ واري حڪايت ڏانهن واپسي

*صوفیے از فقر چوں در غم شود*
*عین فقرش دایه و مُطعم بُود*

ترجمو: ”جڏهن ڪو صوفي فقر سان رنجيندو ٿيندو آهي، ان لاءِ خود فقر دائي ۽ کاڌو کارائڻ وارو بنجي ويندو آهي.“

جڏهن صوفي فقر جي غم ۾ مبتلا ٿيندو آهي ته خود رزق ان کي حاصل ٿيڻ لڳندو آهي. جنت انهن شين سان حاصل ٿيندي آهي، جيڪي نفس کي ناگوار لڳنديون آهن. خدا جي رحمت عاجز ۽ شڪسته دل تي نازل ٿيندي آهي. مُعتبر ۽ مغرور تي خدا ۽ خلقِ خدا رحم ڪونه ڪندي آهي. جنهن صوفيءَ تي رزق جي تنگي هجي ته اهو مبارڪباد

جي قابل آهي. اهو صوفي جيڪڏهن ڪوڏي هو ته هاڻي موتي ۽ سمنڊ بنجي ويندو، جنهن مان موتي نڪرندا. فقر کان پوءِ جيڪو خدائي رزق حاصل ٿيندو آهي، جڏهن صوفي ان جي حقيقت سمجهي ويندو آهي ته ان کي قربِ خداوندي حاصل ٿيندو آهي.

هاڻي جسماني رزق جو فراخيءَ سان اهو خدائي رزق گهٽجندو آهي، تڏهن اهو خوفزده ٿي ڏکڻ لڳندو آهي. هو سمجهندو آهي ته ان رزق خداوندي جي ڪمي ڪنهن خطا ۽ قصور جي ڪري ٿي آهي. ان وقت هو ان غلام وانگر پريشان ٿئي ٿو، جنهن جسماني روزي گهٽجڻ تي بادشاه کي خط لکيو. ان غلام بادشاه کي خط لکيو. بادشاه ان جو ڪو جواب نه ڏنو ۽ چيائين ته، هن بيوقوف کي فقط روزي گهٽجڻ جو درد آهي ۽ جنهن بنياد تي هن جي روزي گهٽ ٿي ان جو ڪو خيال نه اٿس، هن کي منهنجي وصل ۽ فراق جو ڪو درد نه آهي. انهيءَ ڪري اهڙي بيوقوف جو جواب خاموشي آهي. هن کي روزيءَ جو فڪر آهي ۽ روزي ڏيڻ واري کان غافل آهي. هن غلام کي فرع يعني روزيءَ جو فڪر هو، اصل کان غافل هو.

ان مناسبت سان مولانا فرمائي ٿو ته: جهان کي هڪ صوف سمجهو ۽ انسان کي ان جي اندر جو ڪيڙو ۽ ڪيڙي جا ٻه قسم آهن: هڪ ڪيڙو اهو آهي جيڪو فرع ۽ صوف ۾ مشغول آهي ۽ اصل وڻ ۽ باغبان کان غافل آهي. ٻيو اهو آهي جيڪو جيتوڻيڪ صوف اندر آهي پر اهو وڻ ۽ باغبان کان چڱيءَ طرح واقف آهي. هن ڪيڙي ۾ ايتري قدر طاقت هوندي آهي، جو اهو صوف کي ڦاڙي ٻاهر نڪرندو آهي ۽ حجاب (پردا) هن جي نظر ۾ هيچ هوندا آهن. اهو بظاهر ڪيڙو آهي، پر حقيقت ۾ اَرڙ نانگ آهي. اهو ٻيو قسم خدا وارن جو آهي جيڪي دنيا مان لنگهي آخرت تائين پهچن ٿا.

مولانا سمجهائي ٿو ته، هِن انسان ۾ شروع ۾ اها طاقت ڪونه هوندي آهي، پر راهنما جي مدد ۽ محبت سان منجهس اها طاقت پيدا ٿيندي آهي، جيئن لوهه مان نڪرندڙ چڻنگ پهريان ڪمزور هوندي آهي، پر جڏهن ڪپه ۽ گندرف جي مدد ان کي حاصل ٿي ويندي آهي ته، ان جا شعلا آسمان تائين پهچندا آهن. انسان به پهريان دنياوي مشغلن ۾ لڳندو آهي، پر الله وارن جي مدد سان ملائڪن کان برتر ۽ مٿي ٿي ويندو آهي. هاڻي اُن انسان ۾ ايترو نور ۽ طاقت پيدا ٿي ويندي آهي، جو دنيا کي روشن ڪري ڇڏيندو آهي ۽ لوهه جي پُل کي سئيءَ سان اُکوڙي ڇڏيندو آهي. اها باهه جنهن جا شعلا آسمان تائين پهتا اها نه روح آهن، نه روحاني، پوءِ به ان جي پُهچ آسمان تائين ٿي ويئي آهي. هاڻي روح ۽ روحاني جي طاقت جو اندازو لڳايو.

جسم تي روح جي شرافت کي ان مان سمجهه ته جسم جي پرورش روح ڪندو آهي. بغير روح جي جسم ايتري قدر ذليل شيءِ آهي، جو ان کي مِٽيءَ ۾ دفن ڪيو ويندو آهي. جسم جي وُسعت ٻن گزن کان وڌيڪ نه آهي، پر روح جي پُهچ آسمانن تائين آهي. توهان پنهنجي جڳهه تي هجو، روح جي لاءِ بغداد ۽ سمرقند تائين پهچڻ لاءِ اڌ قدم جي ضرورت آهي. اک جي چربيءَ کي ڏسو ته اها خود سَتن ماشن کان وڌيڪ نه آهي، پر ان جو نور آسمان تائين وڃي ٿو، نور اک جو محتاج نه آهي، اک نور جي محتاج آهي. روح کي جسماني خواهش جي ضرورت نه آهي، جسم روح جو محتاج آهي. اهو شان ۽ شوڪت ته اسان روح حيوانيءَ جو ڏيکاريو. روح انساني جيڪو ان کان وڌيڪ طاقتور آهي، اِن کي هن تي قياس ڪريو. ان روح حيواني ۽ بحث مباحثي کان لنگهي ڪري روح جا طالب بنجو ۽ ان روح تائين پُهچو جيڪو جبرئيل جي جان آهي. جڏهن اهو مرتبو حاصل ٿي ويندو آهي ته، حضور ﷺ پنهنجي اُمّتيءَ جي ترقي تي خوشيءَ مان تعجب ڪندا آهن ۽ جبرئيل عليه السلام اُن جي مقام کان هيٺ هوندو آهي.

**مطلب ته معرفت ۽ اسرارِ معرفت جو بيان غيرمحدود آهي.**

**بادشاهہ جي طرفان خط جو جواب نہ اچڻ تي ان غلام جو پريشان ٿيڻ**

چوں جوابِ نامہ نامد خیرہ گشت
وز غم او آبِ صافی تیرہ گشت

ترجمو: ”جڏهن خط جو جواب نہ آيو تہ هو حيران ٿي ويو، غم جي ڪري ان جو صاف پاڻي گدلو ٿي ويو!“

اُن غلام جو سڪون ختم ٿي ويو، رات ڏينهن فڪر ۾ هو تہ بادشاهہ خط جو جواب ڇو ڪونہ ڏنو يا خط ڪٿي وچڙ واري خيانت ڪئي! ڀڪ سان قاصد منافق هو، بادشاهہ کي خط ڪونہ ڏنائين... پر هيءُ پنهنجي خبر ڪونہ ٿو وٺي تہ هن ابتي چال هلي آهي. رڳو ٻين تي الزام هڻي پيو. غلام جو خيال هو تہ ٻيو خط لکان ۽ ڪو هُنرمند قاصد تلاش ڪريان.

**حضرت سليمان عليه السلام جي تخت تي ان جي لغزش جي ڪري هوا جو ٽيڙو هلڻ**

حضرت سليمان عليه السلام جي هن قصي مان هيءُ سمجهائڻ مقصد آهي تہ جيڪڏهن اهو غلام پنهنجي غلطي محسوس ڪري ان جي تلافي ڪري ها تہ سڀ ڪجهہ ٺيڪ ٿي وڃي ها. جيئن حضرت سليمان عليه السلام ڪيو.

باد بر تختِ سلیماں رفت کژ
پس سلیماں گفت باد اکژ مغژ

ترجمو: ”حضرت سليمان عليه السلام جيَ تخت تي هوا ٽيڙي هلي. سليمان عليه السلام فرمايو، اي هوا ٽيڙي نہ هل!“

هوا حضرت سليمان عليه السلام کي جواب ڏنو تہ تون ٽيڙو نہ هل! الله تعاليٰ ساهمي انصاف لاءِ پيدا ڪئي آهي، قرآن پاڪ ۾ آهي تہ: جَزٰٓؤُا سَيِّئَةٍ سَيِّئَةٌ مِّثْلُهَا ۚ (الشوريٰ:40) ”بُرائي جو بدلو ان جهڙي بُرائي آهي.“ هوا ڪج روي اختيار ڪئي، حضرت سليمان عليه السلام جو تاج بہ ٽيڙو ٿي ويو، جنهن تي حضرت سليمان رنجيده ٿيو. تاج حضرت سليمان عليه السلام کي چيو تہ، اي امانتدار! جڏهن توهان جي دل ۾ مناسب خيال نہ آهي تہ منهنجي راست روي جي اميد نہ ڪريو. اٽ دفعا حضرت سليمان عليه السلام تاج سڌو ڪيو، وري بہ ٽيڙو ٿيو وڃي. جڏهن حضرت سليمان عليه السلام دل ۾ آندل نامناسب خيال جي اصلاح ڪئي ۽ ان ڪان پوءِ تاج کي ارادي سان ٽيڙو رکيائين ٿي پر اهو پاڻهي سڌو ٿي ويو ٿي. اَٽ دفعا حضرت سليمان عليه السلام تاج ٽيڏو رکيو تہ بہ سڌو ٿيو وڃي. آزمائش لاءِ ائين ڪيائين.

مولانا فرمائي ٿو تہ، عمل ۽ جزا جي راز کي وڌيڪ واضح ڪرڻ جي اجازت نہ آهي. بزرگ دعا ڪري ٿو تہ اي خدا! جيڪڏهن منهنجي وات مان تنهنجي مرضيءَ جي خلاف ڳالهيون نڪرن ۽ غيب جو راز ظاهر ڪرڻ لڳن تہ منهنجي وات کي بند ڪر. انسان کي جيڪا تڪليف پهچي ٿي، حقيقت ۾ اها اُن جي ڪنهن عمل جي سزا هوندي آهي. انهيءَ ڪري ٻين تي الزام نہ رکڻ گهرجي ۽ اُن غلام وانگر نہ ڪرڻ گهرجي، البت پنهنجو پاڻ کي قصوروار سمجهڻ گهرجي.

اُن غلام جي بيوقوفي هئي. سندس خطا جي ڪري روزي گهٽ ٿي ۽ اهو ٻين سان وڙهيو. فرعون بہ اها غلطي ڪئي، ان جي سلطنت جي بربادي جو اصل سبب حضرت موسيٰ عليه السلام هو، جيڪو ان جي گهر ۾ پرورش وٺي رهيو هو ۽ فرعون ٻين ٻارن کي قتل ڪرائيندو هو. خطا تنهنجي نفس جي هوندي آهي، تون ان سان خوش رهين ٿو ۽ ٻين تي ناخوشيءَ جو اظهار ڪرين ٿو، تون بہ فرعون وانگر آهين، جيڪو دشمن سان خوش هو ۽ ٻين کي ذليل ۽ خوار ڪري رهيو هو. انسان جي هيءَ فرعونيت آهي تہ اصل دشمن يعني پنهنجو پاڻ کي بي قصور سمجهي ٿو ۽ ٻين سان دشمني ڪري ٿو.

قرآن پاڪ ۾ آهي ته، مَآ اَصَابَكُمْ مِّنْ مُّصِيْبَةٍ فَبِمَا كَسَبَتْ اَيْدِيْكُمْ: (الشوريٰ:30) "جيڪا مصيبت توهان کي پهچي ٿي، اها توهان جي هٿن جي ڪمائي آهي." فرعون اصل ۾ پين بادشاهن کان وڌيل هو پر قضاءِ خداوندي ان کي بي عقل ۽ انڌو بنائي ڇڏيو هو. الله جي مُهر وڏي کان وڏي عقلمند کي بي عقل جانور بنائي ڇڏيندي آهي. الله جو فيصلو لامحاله ظاهر ٿيندو آهي، جيئن بايزيد جو غيبي حڪم ظاهر ٿيو.

**حضرت شيخ ابوالحسن خرقانيؒ جو، حضرت بايزيد جي پيدا ٿيڻ کان اڳ ڏنل خبر کي ٻُڌڻ**

*همچُناں آمد که اُو فرموده بُود*
*بُوالحسنؒ از مرد ماں آں را شُنود*

ترجمو: "ائين ئي ٿيو، جيئن ان فرمايو هو، ابوالحسن رح ماڻهن کان اهو ٻُڌو."

حضرت ابوالحسنؒ خرقاني پيدائش کان پوءِ حضرت بايزيد جي پيشن گوئي ٻڌي ۽ هيءُ به ٻڌو ته بايزيدؒ فرمايو ته، ابوالحسن منهنجي قبر مان فيض حاصل ڪندو ۽ منهنجو مريد ٿيندو ۽ منهنجي حلقي ۾ داخل ٿيندو . هر روز صبح جو اچي منهنجي قبر مان فيض حاصل ڪندو ۽ خدا وارو بزرگ بنجي ويندو. جڏهن اهي ڳالهيون حضرت ابوالحسنؒ خرقاني ٻڌيون تڏهن فرمايائين ته، شيخ بايزيدؒ جي روح ساڻس به خواب ۾ اهي ڳالهيون فرمايون آهن. تنهن ڪري هرروز صبح جو بايزيدؒ مثالي صورت ۾ اڳيان اچي سندس مونجهارا ۽ اعتراض حل ڪندو هو ۽ ڪڏهن مثالي صورت کان سواءِ فيض حاصل ڪندو هو.

هڪڙي ڏينهن حضرت ابوالحسن خرقانيؒ قبر تي پهتو ته قبر نظر نه آيس، ان تي برف جا ٿهه جميل هئا، تڏهن ڏاڍو ڏڪارو ٿيو. شيخ بايزيدؒ جيڪو روحاني حيات سان زنده هو، ان جو آواز آيو ته، "برف کان نه گهبراءِ، مون وٽ اچ. سڄي دنيا برف وانگر ناپائيدار آهي."

هاڻي حضرت ابوالحسن خرقاني جي تڪميل ٿي چڪي هئي ۽ مٿس مشاهدي جي ڪيفيت طاري ٿي چڪي هئي.

مولانا وري غلام جو قصو شروع ڪري ٿو.

**غلام طرفان ٻيو خط لکڻ:**

جڏهن پهرين خط جو جواب نه آيو ته ان غلام بادشاهه کي پيش ڪرڻ لاءِ ٻيو خط لکيو:

*نامهٔ ديگر نوشت آں بدگماں*
*پُر ز تشنيع و نفير و پُرفُغاں*

ترجمو: "اُن بدگمان ٻيو خط لکيو، ملامت ۽ فرياد ۽ آه و زاريءَ سان ڀريل هو."

مون کي تعجب آهي ته، خط بادشاهه کي مليو ، پوءِ به جواب ڪونه آيو. هي ٻيو خط آهي، پلي مون کي پنج خط لکڻا پون ته به لکندس، چوڪيدار بادشاهه کي چيو ته، بهرحال اهو توهان جو غلام آهي، جيڪڏهن جواب لکو ته مناسب ٿيندو. بادشاهه چيو ته، جواب لکڻ آسان آهي، پر هو بيوقوف آهي، بيوقوف انسان الله جي بارگاهه مان تڙيل آهي. جيڪڏهن آئون ان جي خطا ۽ لغزش معاف ڪندس ته مون ۾ ان جي بيماري سِرايت ڪري ويندي.

بيعقل جي خارش خدا ڪري ڪافر کي به نه لڳي. بدعقلي جي نحوست کان ڪڪر به مينهن ڪونه وسائيندو آهي. مشهور آهي ته جتي چِٻَ وِهندي آهي، اها جاءِ ويران ٿي ويندي آهي. نوحؑ جي قوم جي حماقت جي ڪري طوفان آيو ۽ دنيا برباد ٿي ويئي.

### پيغمبر ﷺ جو عقلمندن جي تعريف ۽ بيوقوفن جي مذمت ڪرڻ

گفت پیغمبرؐ کہ احمق ہر کہ ہست
اُو عدوِّ ما و غُولِ رہزن ست

ترجمو: ”پيغمبر ﷺ فرمايو ته، بيوقوف جيڪو به آهي، اهو اسان جو دشمن ۽ ڦٽڪائڻ وارو ڏاڙيل آهي.“

ڪن حديثن جو مفهوم هي آهي ته، حضور ڪريم ﷺ ارشاد فرمايو ته. بيوقوف اسان جو دشمن آهي ۽ عقلمند اسان جو دوست آهي. عقلمند جيڪڏهن ڪنهن کي بُرو پلو به چوي ٿو ته، ان ۾ ڪا نه ڪا مصلحت هوندي آهي. بيوقوف جي ڀلائي ۾ به بُرائي آهي. بيوقوف سان محبت ڪرڻ ائين آهي، جيئن ڪو گڏهه جي مقعد کي چُمي ڏي. ان چُميءَ مان ڪيس نقصان پهچندو ۽ ڪپڙا خراب ٿيندا. اصل دسترخوان عقل آهي، جتان انسان غذا حاصل ڪري ٿو. نان ۽ ڪباب جيڪڏهن بيوقوف پيش به ڪري ته اهي نقصان پهچائيندڙ آهن. ان جو نمڪ ۽ نان بي عقل بنائي ڇڏيندا. جيڪڏهن بيوقوف جي دسترخوان تي ڪي پيئڻ جون شيون نظر اچن ته اهي شراب نه هونديون. نوراني شراب ته عقل جي روشني آهي، روح جي پرورش اِن سان ٿيندي آهي. جسماني غذائن ۾ انهن نوراني غذائن جو پرتو آهي، جيڪا انهن ۾ لذت اچي ٿي، اها حيواني جان اُن نوارني جان مان ٿهي آهي.

نور جي روحاني غذا جو هڪ گِرهه ڪائيندؤ ته اها جسماني غذا هيچ ٿي ويندي. جڏهن توهان اها غذا ڪائيندؤ تڏهن جسماني غذا کي ڇوندؤ ته مون تي عاشق ٿي ويئي آهي. هاٿي تون مِٺيون ڳالهيون چو ٿي ڪرين، مون کي رستو ملي ويو آهي، مون کي تو جهڙن ڪمزور پيرن جي ضرورت نه آهي.

عقل جا ٻه قسم آهن: هڪ ڪسبي عقل آهي، جيڪو درسگاهن مان حاصل ٿيندو آهي. اهو عقل جيڪڏهن حاصل ڪيو وڃي ته ٻئي عقل کان وڌي ويندو آهي. اهو عقل ڪتابن، استادن ۽ علم ذريعي حاصل ٿيندو آهي. هن عقل جي حاصل ٿيڻ تي انسان حفاظت ڪرڻ واري پٽي ٻنجي ويندو آهي پر لوح محفوظ جنهن جي الله تعاليٰ هر قسم جي غلطيءَ کان حفاظت ڪندو آهي، اها ٻي شيءِ آهي.

عقل جو ٻيو قسم خدا جي عطا آهي ۽ ان جو سرچشمو درسگاه ۽ استاد نه آهي، پر خود روح ۾ ان جو چشمو آهي، ان چشمي مان جيڪو پاڻي اچي ٿو اهو نه گندو هوندو آهي، نه ان جو رنگ بدلجي ٿو. جيڪڏهن ڪسبي عقل جون راهون بند ٿي وڃن ته اِن عقل واري کي ڪو غم ڪونه ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ ته اهو دل جي خاني مان موجزن آهي. جيڪڏهن ڪسبي عقل حاصل ڪرڻ جا ذريعا وڃائجي وڃن ته انسان بي سر و سامان رهجي ويندو آهي، پر اندروني چشمو ان آفت کان محفوظ آهي. عقل جي روحاني چشمي جي ڳولا ڪرڻ گهرجي، تان ته ٻين جو احسان نه ڪڻٽو پوي.

### هڪڙي شخص جو ٻئي سان مشورو

اُن شخص جو قصو جنهن هڪ شخص سان مشورو ڪرڻ گهريو، پر هُن ڪيس چيو ته، ڪنهن ٻئي سان مشورو ڪر، ڇاڪاڻ ته آئون تنهنجو دشمن آهيان.

هن قصي جو مقصد عقل جي فضيلت بيان ڪرڻ آهي:

مَشورت می کرد شخصے با کسے
کز تردد وار ہد وز محبے

ترجمو: ”هڪ شخص ٻئي سان مشورو ڪرڻ ٿي گهريو، تان ته مونجهاري ۽ بندش مان ڇُٽي پوي.“

ڇاڪاڻ ته انسان مونجهاري ۾ ڪنهن طرف پيش قدمي ڪونه ڪندو آهي. ان شخص چيو، ڪنهن ٻئي سان

مشورو ڪر، آئون تنهنجو دشمن آهيان، دُشمن جي مشوري مان ڪا ڪاميابي ڪونہ ٿيندي آهي. توکي ڪو دوست ڳولي ان سان مشورو ڪرڻ گهرجي. دوست، دوست جو خيرخواهہ هوندو آهي. بگهڙ رِڍن جو ڏنار نٿو بڻجي سگهي، اجائي تلاش ۽ جستجوءَ مان ڪجهہ حاصل ڪونہ ٿيندوءِ.

دوستن جي صحبت ۾ ڪورو بہ باغ بڻجي ويندو آهي ۽ دشمنن جي صحبت ۾ باغ بہ ڪورو بڻجي ويندو آهي. خودغرضيءَ جي ڪري دوستن کي دشمن نہ بڻائڻ گهرجي. ماڻهن سان الله جي رضا خاطر ڀلائي ڪريو. جيڪڏهن اهو مقصد بہ نہ هجي تہ پنهنجي راحت خاطر ٻين سان ڀلائي ڪريو، جڏهن ماڻهن سان ڀلائي ڪندؤ تہ اهي توهان جا دوست بڻجي ويندا ۽ توهان جي دل ۾ تڪليف ڏيندڙ خيال ڪونہ اچي سگهندا. جيڪڏهن تون سيني کي دوست نٿو بڻائي سگهين تہ پوءِ ڪنهن خاص دوست سان مشورو ڪر!

مشوري وٺڻ واري چيو، آئون ڄاڻان ٿو تہ، تون منهنجو دشمن آهين، پر تون انسان آهين ۽ عقلمند آهين ۽ بيڪار ناهين. مون کي يقين آهي تہ تنهنجو عقل توکي مون سان ڏنگائي ڪرڻ ڪونہ ڏيندو. عقلمند جي طبعي تقاضا جيتوڻيڪ دشمن کان بدلو وٺڻ هوندي آهي، پر ان جو عقل سندس طبيعت ۽ نفس تي غالب اچي ويندو آهي. عقل، عقلمند جي هر سُٺي ۽ خراب موقعي تي حفاظت ڪندو آهي. عقل انصاف وارو چوڪيدار آهي ۽ دل جي خيالن تي حاڪم آهي. عقل ٻليءَ وانگر هوشيار آهي ۽ نفس ڪوئي وانگر آهي.

جتي نفس جو غلبو آهي، سمجهو تہ اتي عقل ناهي···· پر جيڪڏهن عقل آهي تہ اهو مئل آهي. اسان عقل کي ٻلي قرار ڏنو آهي. اها غلطي هئي، عقل تہ شينهن آهي. انسان ۾ لامحالہ نفساني قوتون هونديون آهن. عقل جي پروسي تي انهن کان غفلت نہ ڪرڻ گهرجي. بس هي ايتري قدر آهي جو جيڪڏهن هوندو آهي تہ، اهي قوتون ڍريون ٿي وينديون آهن، پر بلڪل فنا ڪونہ ٿينديون آهن. ڪامل انسان جو عقل ڪامل هوندو آهي ۽ عقل جان جي جان آهي ۽ اهو سڄي ڪائنات تي حڪومت ڪري ٿو.

**رسول الله ﷺ جن جو، هُذيلي نوجوان کي، امير بڻائڻ**

هن قصي کي نقل ڪرڻ جو مقصد هيءُ آهي تہ، بزرگي عقل جي ڪري آهي، عمر جي ڪري نہ آهي.

يک سریۂ می فرستادے رسولؐ
بہر جنگِ کافر و دفعِ فضُول

ترجمو: ”حضور ﷺ جن هڪ لشڪر کي ڪٿي موڪليو ڪافرن سان جنگ ۽ فضول ماڻهن کي دفع ڪرڻ جي لاءِ.“

حضور ﷺ جن هڪ لشڪر جنگ تي موڪليو، جنهن جو سالار عرب جي مشهور قبيلي هُذيل جي هڪ نوجوان کي مقرر ڪيائون، فوج جو سردار بمنزلہ مٿي جي آهي، سالار کان سواءِ فوج ائين آهي، جيئن مٿي کان سواءِ ڌَڙُ هجي.

مولانا لشڪر جي سالار کي چڱي راهنما جي ضرورت جو مضمون شروع فرمايو آهي. انسان جي عملن ۾ مُردگي ان ڪري هوندي آهي جو هن ڪنهن هاديءَ کي پنهنجو سونهون سردار ڪونہ بڻايو آهي. ڪنهن کي هادي ۽ سونهون بڻائڻ ۾ انسان جي سُستي، خدمت ۾ بُخل ۽ خودي رڪاوٽ بڻبي آهي. هاديءَ کان گريز ڪرڻ واري جو مثال ان گڏهہ وانگر آهي، جيڪو بار کان گهبرائي جبل ڏانهن ڀڄي وڃي. گڏهہ جو مالڪ خبردار ڪري رهيو آهي تہ جبل ۾ سوين بگهڙ آهن، جيڪي توکي ماري ڇڏيندا ۽ تنهنجا هڏا بہ چٻاڙي ڇڏيندا.

هادي يا سونهون پڻ ڀڄڻ وارن کي سمجهائيندو آهي تہ ڀاڄ ۾ هاڃو آهي پر جيڪڏهن هلاڪت ۽ هاڃو نہ هجي تہ بہ گهٽ ۾ گهٽ نعمتن کان محرومي تہ آهي ئي آهي. هاديءَ جي تعليم کان گهبرائڻ نہ گهرجي بلڪ طالب کي ائين

هجڻ گهرجي جيئن وهنجارڻ واري جي هٿ ۾ مردو هوندو آهي. انسان جو نفس گڏهه آهي. جڏهن اهو انسان تي غالب هجي جيئن ته حڪم غالب تي لڳندو آهي ته، اهڙي انسان کي گڏهه چيو ويندو. جن ماڻهن تي نفس جو غلبو آهي، بلڪ ڪيس انهن کي الله تعالىٰ ازراهه ڪرم گڏهه ڪونه چيو آهي پر گهوڙو قرار ڏنو آهي. عرب جڏهن عربي نسل جي گهوڙي کي سڏيندا آهن، تڏهن لفظ ”تعال “(هلي آ) ڳالهائيندا آهن. اهڙيءَ طرح قرآن شريف حضورﷺ کي چيو آهي ته، انهن ماڻهن کي ”تعالوا “چئو. نبي جيئن ته قوم جي تربيت ڪندو آهي، انهيءَ ڪري ان کي وڏيڪ تڪليف برداشت ڪرڻي پوندي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته: وَمَنْ كَفَرَ فَلَا يَحْزُنْكَ كُفْرُهٗ (لقمان:23) ”۽ جيڪو شخص ڪفر ڪري ته ان جو ڪفر ڪرڻ توکي غمگين نه ڪري.“

هر گهوڙو پنهنجي اسطبل ڏانهن ويندو آهي. جيڪي بدبخت آهن، انهن جو اهو طنبيلو نه آهي، جنهن ڏانهن نبي دعوت ڏئي ٿو. جهڙيءَ طرح ملائڪن ۾ به آهي. انهيءَ ڪري انهن کي مختلف صفن ۾ رکيو ويو. ملائڪن ۽ انسانن جي صلاحيت جي اختلاف کي هن مثال مان سمجهو ته سڀ ٻار هڪ اسڪول ۾ پڙهندا آهن پر صلاحيت ۽ استعداد جي اعتبار سان ڪن کي ڪن تي فوقيت حاصل آهي. صلاحيت جو اختلاف حواس ۾ به آهي. ڪَنَ ۾ ٻُڌڻ جي صلاحيت آهي جيڪا اک ۾ نه آهي. اک ۾ ڏسڻ جي صلاحيت آهي، جيڪا ڪَنَ ۾ ناهي. جيڪڏهن لڪين اکيون گڏجي پون ته به هڪ ڪن برابر ڪونه ٻُڌي سگهنديون. سيني حواسن جو اهوئي حال آهي. جيڪو جنهن شيءِ جي صلاحيت رکي ٿو اها ٻئي ۾ ناهي. ظاهري حواس ۽ باطني حواس سڀ پنهنجي صلاحيت جي اعتبار سان پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳل آهن. جيئن ملائڪن جون مختلف صِفون پنهنجي ڪم ۾ لڳل آهن. جيڪڏهن ڪنهن ۾ دين قبول ڪرڻ جي صلاحيت نه آهي ته اهو بي دينن جي صف ۾ شامل رهندو. نبيءَ جو ڪم دعوت ڏيڻ آهي. هو منڪرن کان تنگ ٿي دعوت کي نٿو ڇڏي. جيڪڏهن ڪو منڪر هڪ ڀيري انڪار ڪري ٿو، ٿي سگهي ٿو ته هو پنهنجي صلاحيت جي اعتبار سان آخر ۾ دعوت کي قبول ڪري.

قرآن پاڪ ۾ آهي: وَاللّٰهُ يَدْعُوْٓا اِلٰى دَارِ السَّلٰمِ وَيَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ (يونس:25) ”الله تعالىٰ سلامتيءَ جي گهر جي دعوت ڏئي ٿو ۽ جنهن کي چاهي ٿو، سڌي رستي جي رهنمائي ڪري ٿو.“

### رسول اللهﷺ جن جي فيصلي تي اعتراض وارڻ

چوں پیغمبر سرورے کرد از هذیل
از برائے لشکرِ منصورِ خیل

ترجمو: ”جڏهن پيغمبرﷺ فتح مند ٽولي جي لشڪر لاءِ هُذيل مان سردار بنايو.“

هڪڙي ماڻهو حسد جي ڪري اعتراض ڪيو ته اسان کي قبول نه آهي. جيئن ته اُن تي دنياداري جو غلبو هو. انهيءَ ڪري اعتراض جي نوبت آئي. پاڻ ۾ اختلاف جو سبب غرور ۽ وڏائي آهي. دنيا مان ڇوٽڪاري جي ڪُنجي خود انهيءَ جي هٿ ۾ آهي. انسان مجاهدو ڪري نڪري سگهي ٿو، پر تعجّب آهي جو اُن کي قيدخاني ۾ رهڻ منظور آهي. انسان مصيبت ۾ قاتل آهي. حالانڪ روحانيت جي نهر ان جي دامن سان ٽڪرائجي رهي آهي. ان سان آلودگي کي پري ڪري سگهجي ٿو.

روحانيت جي آرامگاهه ان جي پاسي ۾ آهي، تنهن هوندي به بيقراريءَ کان پاسا بدلائي رهيو آهي، ان آرام گاهه ۾ داخل نٿو ٿئي. خدا جو نور مخفي آهي ۽ عابدن جي ڳولا ان جي وجود جي گواهي آهي. دنيا کان وحشت انسان کي هدايت جي رستي جي ڳولا لاءِ مجبور ڪندي آهي، ڪثرت ۾ وحدت جو مشاهدو ڪريو. وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَ مَا كُنْتُمْ (الحديد:4) الله تعالىٰ توهان سان گڏ آهي، توهان جتي به هجو: فَانْظُرْ اِلٰٓى اٰثٰرِ رَحْمَتِ اللّٰهِ كَيْفَ يُحْيِ الْاَرْضَ بَعْدَ

مَوْتِهَا. (الرومر:50) زمين جي مرڻ کان پوءِ ان جي تروتازگي وجودِ باريءَ جو دليل آهي. آزاديءَ جي توقع آزادي جي وجود تي دلالت ڪري ٿي، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن آزاديءَ جو وجود نہ هجي ۽ آزاديءَ جي خوشخبري ڏيڻ لاءِ اچڻ واري جي اميد نہ هجي تہ دوازي تي نگاهون ڇو لڳل هجن! هدايت جي توقع ان جي وجود جو دليل آهي.

لڪين گناهگار آبِ رحمت جي جستجوءَ ۾ آهن. اهو آبِ رحمت جو دليل آهي. راحت جي توقع تي بي سڪائي ۾ بيچيني ٿيندي آهي، جيڪڏهن توقع نہ هجي تہ قرار اچي وڃي. روح جي بيچيني آخرت جي آرام جي توقع جي ڪري آهي. بيقراري تڏهن ٿيندي آهي، جڏهن ڪا متوقع آرامگاه هجي. خمار تڏهن ئي ٿيندو آهي، جڏهن خمار کي ٽوڙيندڙ ڪنهن شيءِ جي توقع هجي. شراب جو وجود نہ هجي تہ ان جي طلب ۾ بدن ۾ ڪاهليءَ جو احساس ئي نہ ٿئي.

اعتراض ڪرڻ واري چيو، سائين توهان ئي فرمايو آهي تہ، رهبر يا سونهون پوڙهو هجڻ گهرجي. اَلشَّيخُ فِي اَهله ڪالنبي فی اُمّته "پوڙهو پنهنجي اهل ۾ ائين آهي، جيئن نبي پنهنجي اُمت ۾...." هي حضور ﷺ جن جو فرمان آهي.

ان اعتراض ڪرڻ واري حضور ﷺ کي چيو تہ. سائين! لشڪر ۾ گهڻا پوڙها آهن، جيڪي هن نوجوان کان وڏا آهن. انهن جي پيريءَ کي نہ ڏسو، سندن عقل جي پختگيءَ کي ڏسو. پوڙهپڻ جا آثار عقل جي پختگيءَ جا دليل آهن. جوانيءَ جا نشان عقل جي خامي جا دليل آهن. نوجواني جي ساز و سامان مان بي ساماني جهلڪندي آهي. سون جي هيڏانڻ سوناري جي سُرخروئيءَ جو سبب بنبي آهي. نوجوان جا ڳل گلاب وانگر آهن. اهو هن ڳالهہ جو دليل آهي تہ، هو خطاطي ۾ سيڪڙاٽ، آهي ۽ ان جا حرف ۽ لڪائي قاعدي مطابق نہ آهي. اهڙو نوجوان جسماني طور جيتوڻيڪ چست هوندو آهي پر عقل ۾اپاهج هوندو آهي. پوڙهي جا هٿ پير جيتوڻيڪ سُست آهن، پر ان جي عقل کي پرواز حاصل هوندو آهي.

جيڪڏهن هٿ پير بيڪار ٿيڻ تي، پَر حاصل ٿيڻ جو ڪو مثال ڏجي تہ اهو حضرت جعفر طيار رضي الله عنه جو آهي. غزوه موتہ ۾ سندن هٿ ڪٽجي ويا تہ الله تعاليٰ کين جنت ۾ پر عنايت فرمايا. جعفر برمڪي جي دور جو سون خالص هجڻ ۾ مشهور آهي. دنياوي سون جي ڳالهہ سان راز پوشيده ٿيڻ لڳا جنهن ڪري منهنجي دل پاري وانگر بيقرار ٿي وئي، چپن تي هٿ رکڻ خاموش رهڻ جو اشارو هوندو آهي. انسان خاموشيءَ ۾ خيالن کي گڏ ڪندو آهي. تڏهن گفتگو شروع ڪندو آهي. خاموشي سمنڊ آهي، جنهن مان گفتگوءَ جي نهر جاري ٿئي ٿي، جڏهن سمنڊ خود انسان جو طالب هجي تہ ان کي نهر تلاش نہ ڪرڻ گهرجي.

خاموشي اشارو ڪري رهي آهي تہ هاڻي انهن اسرارن جي گفتگوءَ کي ختم ڪريو. جڏهن ڪنهن شيءِ جو مشاهدو حاصل هجي تہ مشاهدو ڪرڻ وارن کي ان شيءِ جون خبرون ٻڌائڻ بيڪار آهن. ڪنهن شيءِ جي باري خبرون ڏيڻ بہ قائم مقام آهن ۽ خبرن جو تعلق ان شخص سان آهي، جيڪو ان شيءِ کان غائب هجي، جيڪو شخص مشاهدو ڪري رهيو آهي، ان کي خبرون ٻڌائڻ بيڪار ڪم آهي. مقصد حاصل ٿيڻ کان پوءِ وسيلا ۽ ذريعا بيڪار ٿي ويندا آهن. ڪي عورتون عاشق ۽ معشوق جا هڪ ٻئي ڏانهن پيغام پهچائڻ جو ذريعو بڻبيون آهن. عاشق جي جواني خود معشوقہ کي دعوت ڏيندي آهي، پوءِ نياپن ۽ سلامن جي ضرورت ڪونہ رهندي آهي، يعني جيستائين سالڪ جو ننڍپڻ آهي تيستائين ان کي ذريعن جي ضرورت آهي. جڏهن اهو بلوغت کي پهچي مشاهدو ڪندو آهي تہ وسيلن کان بي نياز ٿي ويندو آهي. عارف ڪامل جيڪي ابتدائي ذريعا اختيار ڪندا آهن، اهي ٻين جي تعليم ۽ سمجهاڻيءَ لاءِ هوندا آهن، جن کي مساهدو حاصل آهي، انهن کي خبرون ڏيڻ انهن جي مقام کان پنهنجي جها! ت جو ثبوت ڏيڻ آهي.

قرآن پاڪ ۾ آهي تہ: اِذَا قُرِئَ الْقُرْاٰنُ فَاسْتَمِعُوْا لَهٗ وَاَنْصِتُوْا: (الاعراف:204) "جڏهن قرآن پڙهيو وڃي تہ ان ڏانهن ديان ڏيو، خاموش رهو."

جيڪڏهن مشاهدي وارو توهان کان ان شيءِ جي باري ۾ پڇي تہ سُني نموني ۾ مختصر ڳالهہ ڪريو. ها،

جيڪڏهن اهو تفصيل جو مطالبو ڪري ته، عمدي طريقي تي تفصيل بيان ڪريو. منهنجو ۽ ضياء الحق جو به اهوئي معاملو آهي. آئون ان صاحبِ مشاهده جي اڳيان مختصر ڳالهه ڪريان ٿو پر هُن جي طرفان تفصيل جو مطالبو آهي.

حُسام الدين جو شوقِ سماع مون کي مثنوي چوڻ تي مجبور ڪري ٿو. توهان کي جڏهن مشاهدو حاصل آهي ته، پوءِ محبوب جي ڳالهين جو ايتريقدر شوق ڇو آهي؟ اهو جواب آهي. عشق جي تقاضا آهي ته عاشق جا سيئي حواس معشوق سان بهره ور هجن. اک جيڪڏهن ڏسي ٿي ته ڪَنُ ڳالهيون ٻڌڻ جو مشتاق هوندو آهي. مست چاهيندو آهي ته، ساقيءَ جي شراب مان فقط وات لذت حاصل نه ڪري، پر ڪَنَ به ان جو نالو ٻُڌن. وات تي جيڪڏهن جام لڳل آهي ته ڪن پنهنجو حصو گهرندو آهي. ڪن کي جواب ملندو آهي ته، تنهنجو حصو عشق جي اها حرارت آهي جيڪا تو ۾ ڏسڻ سان سِرايت ڪري رهي آهي. اهو چوندو آهي ته، آئون ان کان وڌيڪ لذت چاهيان ٿو ۽ اها محبوب جي ڪلام ٻڌڻ سان حاصل ٿيندي.

**اعتراض ڪرڻ واري کي پيغمبر صلى الله عليه وسلم جو جواب**

*دَر حضورِ مصطفای قند خُو*

*چوں زحد بُرد آں عرب آں گفتگو*

ترجمو: "مِٺي مزاج واري مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم جي درٻار ۾ جڏهن اُن عرب اها گفتگو حد کان وڌائي ڇڏي."

هُن هُذيلي نوجوان کي سردار بنائڻ تي گهڻو اعتراض ڪيو ته حضور صلى الله عليه وسلم جن ڪيس خاموش رهڻ جو اشارو ڪيو. سوره والنجم ۾ پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم جي برحق هجڻ جو ذڪر آهي ۽ سوره عبس ۾ پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم جي ناگواري جو ذڪر آهي. اهي ٻئي ڳالهيون صورتِ حال جي مناسب هيون، انهيءَ ڪري انهن جو ذڪر ڪيو ويو. اعتراض ڪرڻ واري ڳالهه سِڌي انداز ۾ ڪئي هئي، پر اُن جي منشاء حسد ۽ بدباطني هئي، انهيءَ ڪري مولانا ان جون تشبيهون چاٽائيون آهن. پولڙي کي سونگهي، ها، ها ڪري ٿو، تان ته ٻيا ان کي خوشبودار مُشڪ سمجهن!

تون خوشبوءِ جي ماهر کي دوکو ڏيڻ چاهين ٿو. وڏن جي بُردباري انهن کي ساڏو بڻائيندي آهي پر دوکي ڏيڻ واري کي پاڻ ڏانهن ڏسڻ گهرجي ته هو ڪنهن کي دوکو ڏئي رهيو آهي. جيڪڏهن ديگڙي ڪليل هجي ته ٻليءَ کي ڪجهه پنهنجو شرم ڪرڻ گهرجي ۽ ان ۾ مُنهن نه وجهڻ گهرجي. بردبار ماڻهو مُجرم کان پنهنجو پاڻ کي غافل بنائيندا آهن، پر اهي سمجهندا سڀ ڪجهه آهن. انبيائن جي بردباريءَ جو معمولي حصو سئو جبلن کان وڌيڪ مُتحمل هوندو آهي. انهن ۾ ايتري قدر بردباري هوندي آهي، جو وڏي کان وڏو هوشيار به دوکو ڪائي ويندو آهي، انهن جي بردباري ۾ شراب وارو اثر آهي، جيڪو انسان کي مدهوش ڪري ڇڏيندو آهي، شرابي مستانو ٿڙندو ويندو آهي. نوجوان، شراب جي نشي ۾پوڙهن وانگر رستي ۾ ڪري پوندو آهي، جڏهن ان معمولي شراب جا اهي اثر آهن ته عشقِ الاهي جا ڪهڙا اثر هوندا؟

اصحاب ڪهف عشق الاهي جي شرابن سان اهڙا مست ٿيا جو ڪين ننڊ توڙي جاڳ جو هوش به نه رهيو! ٽي سئو نوَ سال هڪ غار ۾ سُتا رهيا. حضرت يوسف عليه السلام کي ڏسي مصري عورتون عشقِ الاهي جي شراب سان اهڙيون مست ٿيون جو پنهنجا هٿ ڪٽي ويهي رهيون، جن جادوگرن کي فرعون حضرت موسيٰ عليه السلام جي مقابلي ۾ آندو هو، اهي ان شراب سان اهڙا مست ٿيا جو سوري تي چڙهڻ انهن کي پيارو لڳو. حضرت جعفر طيّار غزوه موته ۾ ان شراب سان اهڙو مست ٿيو جو ڪيس هٿ ڪٽجڻ جي ڪا پرواهه ڪونه هئي.

### "سُبحاني مَا اعظم شاني" وارو قصو

حضرت بايزيد رحمة الله عليه جي هن قصي جو مقصد بہ شراب معرفت جي نشي ۾ سکر جي کيفيت کي ظاهر ڪرڻ آهي. "سبحاني ما اعظم شاني" آئون پاڪ ذات آهيان، منهنجو شان عظيم آهي. استغراقِ وحدت ۾ ڪمال مستيءَ ۾ بايزيد رحمة الله عليه پنهنجو پاڻ کي خدا چيو.

بَا مُريداں آں فقير مُحتَشَم
بايزيدؒ آمد کہ نک يزداں مَنَم

ترجمو: "ان معزز درويش بايزيد رح مريدن جي اڳيان اچي چيو تہ آئون خدا آهيان."

جڏهن سکر ختم ٿيو تڏهن مريدن کيس چيو تہ توهان جا چيل لفظ تمام غيرمناسب هئا. بايزيد مريدن کي چيو تہ، جيڪڏهن ان طرح جا اکر منهنجي زبان مان وري نڪرن تہ مون کي قتل ڪري ڇڏجو. آئون خدا ڪيئن ٿي سگهان ٿو؟ آئون جسم وارو آهيان ۽ خدا جسم کان پاڪ آهي.

مُريدن سندس وصيت تي ڇُريون تيار ڪيون، پوءِ وري هڪ دفعو مٿن سُکر جي ڪيفيت طاري ٿي ويئي، تڏهن ڪانئن اها پهرين سچي گفتگو وسري ويئي. بايزيد جا اهي اکر عشق جي ڪري هئا.

مولانا عشق جو اثر بيان ڪندي چوي ٿو تہ عقل بمنزلہ شمع جي آهي ۽ عشق سج آهي، سج نڪرڻ تي شمع بيڪار ٿي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح عقل عشق جي اڳيان لاچار آهي. عقل بادشاهہ آهي ۽ عشق چوڪيدار آهي. عقل جي بقا الله تعاليٰ جي حجابِ نور جي ڪري آهي. جيڪڏهن اهو نور جو پردو هٽي وڃي تہ مخلوق ۾ عقل تاب نہ لائي سگهن ۽ فنا ٿي وڃن. اهڙيءَ طرح پاڇي جو وجود سج جي پرده پوشي هجڻ جي ڪري آهي، جيڪڏهن پردو هٽي وڃي تہ پاڇو باقي ڪونہ رهي.

اڳ مولانا، بايزيد رحمة الله عليه جي اِن ڪلام تي عُذر پيش ڪيو، هاڻي چوي ٿو تہ، اهو چوڻ حقيقت ۾ ان جو چوڻ ڪونہ هو، پر خود ذاتِ حق جو چوڻ هو، جيڪو پنهنجي جاءِ تي بلڪل صحيح هو. ماڻهوءَ تي جيڪڏهن جن چڙهي وڃي تہ ان مان انسانيت جا اوصاف ختم ٿي ويندا آهن ۽ جيڪي ڪجهہ ڳالهائيندو آهي اهو هو پاڻ ڪونہ ڳالهائيندو آهي، پر جن ڳالهائيندو آهي. جڏهن جن جا اهي اثرات ٿين ٿا تہ الله تعاليٰ جي تجليات جي وقت هڪ انسان، پنهنجي حالت تي ڪيئن رهي سگهي ٿو؟ جن غالب اچڻ تي جاهل تُرڪ عربي ڳالهائڻ لڳندو آهي، حالانڪ هُن ڪڏهن عربي سِکي ڪونہ هئي. جڏهن اُن ترڪ تان جن لهي وڃي ٿو تہ اهو عربيءَ جو هڪ لفظ بہ نٿو ڳالهائي سگهي، جڏهن جِنّ جا اهي اثر آهن تہ پوءِ خدا جي تجليات جا ڪي اثرات ڪونہ هوندا ڇا؟

شراب ۾ نيم مست شخص شينهن کان نٿو ڊڄي. اها ان جي فطرت نہ آهي، پر شراب جو اثر آهي. انڌي کان ڪير رستو معلوم ڪونہ ڪندو آهي، ان مان معلوم ٿيو تہ احڪامن جو تعلق ذات سان نہ آهي، پر صفتن سان آهي، پوءِ جڏهن انسانيت جي صفت ختم ٿي وڃي، تڏهن ڪم ۽ ڳالهہ فقط ذات ڏانهن منسوب نٿا ڪري سگهجن. نيم مست جڏهن شينهن کي بي ڌڙڪ ماري ٿو تہ اهو عمل ان جي ذات ڏانهن منسوب نٿو ٿئي، پر ان اثر ڏانهن منسوب ٿئي ٿو جيڪو شراب پيدا ڪيو آهي. جڏهن نيم مست پراڻي راز کي ظاهر ڪرڻ لڳندو آهي تڏهن توهان چوندا آهيو تہ اهو ڪونہ پيو ڳالهائي، شراب پيو ڳالهائي، جڏهن شراب جا اهي ڪرشما آهن تہ پوءِ نورِ حق ۽ تجليءِ رب جڏهن انسان تي نازل ٿئي تہ پوءِ ان کي ان تجليءَ ڏانهن ڇو منسوب نہ ڪجي.

قرآن جا الفاظ جيتوڻيڪ حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جي زبان مبارڪ مان ادا ٿيندا هئا، پر ان کي حضور صلي الله عليه وسلم جو ڪلام چوڻ وارو ڪافر آهي ۽ ان کي خدا جو ڪلام قرار ڏنو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح اهي الفاظ جيتوڻيڪ بايزيد رحمة الله عليه

جي وات مان نڪتا پر اهي خدا جو ڪلام هئا. حضرت بايزيدؒ تي جڏهن تجليات سان وري بيخودي طاري ٿي، تڏهن هن پهرين کان وڌيڪ سخت جُملا چيا ۽ چوڻ لڳو تہ منهنجي جُبي ۾ خدا کان سواءِ ڪوبہ ڪونہ آهي، ان کي منهنجي جُبي ۾ تلاش ڪريو، آسمان ۽ زمين ۾ ڇو تلاش ڪندا ٿا وَتو!؟ ان جملي تي سيئي مريد مجاهدن وانگر ان تي ڇُريون ڪٺي ڪڙڪي پيا ۽ سندس پاڪ جسم تي ڌڪن جا وسڪارا لائي ڏنائون.

جنهن بہ مريد مرشد کي ڇُري ٿي هنئي تہ ان کي پاڻ کي زخم ٿي رسيو. بايزيدؒ جي بدن تي ڪنهن جي ڇري جو زخم نہ لڳو ۽ مريد رت سان رڱجي ويا. جنهن مريد ان جو ڪنڌ ڪپڻ لاءِ حملو ڪيو، ان جو پنهنجو ڳلو ڪٽجي ويو ۽ مري ويو. جنهن بايزيدؒ جو سينو چيرڻ گهريو، ان جو پنهنجو سينو چيرجي ويو ۽ ابدي ننڊ سمهي رهيو. جنهن شخص حضرت بازيدؒ جي شخصيت کي سمجهيو ۽ ٿورو عقل کان ڪم ورتو ۽ معمولي زخم رسايو تہ بہ اهو زخم خود ان کي لڳو.

رات ۾ اهو سڀ ڪجهہ ٿيو. صبح جو جڏهن اڌ مئل مريدن تي حقيقت کلي، تڏهن اهي ۽ ٻيا سوين ماڻهو درويش جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ چوڻ لڳا تہ، توهان جي لباس ۾ ڪنهن هڪ شخص جو جسم ناهي، ٻئي جهان آهن. جيڪڏهن هن لباس ۾ انساني جسم هجي ها تہ، اهو خنجرن سان زخمي ٿي پوي ها.

جڏهن ڪو دنيادار ڪنهن بزرگ سان وڙهي ٿو تہ، اهو خود پنهنجو نقصان ڪري ٿو. فنا تي پهچڻ کان پوءِ انسان جو پنهنجو ڪجهہ ڪونہ رهندو آهي، انهيءَ ڪري ان جي پنهنجي نقصان جو ڪو امڪان ئي ناهي. فاني جي پنهنجي صورت فنا ٿي ويندي ۽ اهو ٻين جي صورتن جو آئينو بنجي ويندو آهي. هاڻي ان ۾ خود ان جي پنهنجي صورت نظر ڪانہ ايندي آهي، پر سامهون ٻئي جي صورت نظر ايندي آهي. آرسيءَ تي ٿڪ اڇلائڻ پنهنجي منهن تي ٿڪڻ جي برابر آهي. ان ۾ جيڪا چڱائي يا برائي نظر اچي ٿي، اها خود تنهنجي چڱائي يا برائي آهي.

**فصاحت جي ڪري گهڻو ڳالهائڻ**

پَرتوِ مستی بیحدِ نبیؐ
چوں بزد ھم مست و خوش گشت آں غبی

ترجمو: "جڏهن نبيءَ جي لامحدود مستيءَ جو عڪس مٿس پيو تہ ڏڏ بہ مست ۽ خوش گفتار بنجي ويو."

ان اعتراض ڪرڻ واري تي جڏهن نبي جي لامحدود قرب الاهي جو پرتو پيو تہ خوشيءَ ۾ چريو ٿي ويو ۽ غلط اعتراض ڪرڻ لڳو. جهڙيءَ طرح جا جذبات انسان جي دل ۾ هوندا آهن، مستي انهن کي اڀاريندي آهي. شراب جي اثر جي ڪري ذهين جي ذهانت وڌندي آهي ۽ بي عقل بي عقلي ڪرڻ لڳندو آهي. جيڪڏهن انسان خود غرض ناهي ۽ ان ۾ بلند جذبا آهن تہ اهي جذبا تهائين وڌندا آهن. حڪم جيئن تہ اڪثريت تي لڳندو آهي ۽ اڪثر ماڻهو سٺن جذبن جا حامل ڪونہ هوندا آهن، انهيءَ ڪري شراب سيني جي لاءِ حرام ڪيو ويو. عوام جي لاءِ شراب جي اجازت ائين آهي، جيئن ڌاڙيلن جي هٿ ۾ تلوار ڏيڻ.

**رسول اللهﷺ طرفان هذيلي نوجوان کي تجربيڪارن جو اڳواڻ بنائڻ**

گفت پیغمبر کہ اے ظاہر نگر
تو مبیں او را جوان و بے ہنر

ترجمو: "پيغمبرﷺ فرمايو: اي ظاهربين! تون هن کي جوان ۽ اڻڄاڻ نہ سمجهہ."

مون هن کي ڪئين دفعا آزمايو آهي. ڪمن ۾ هن نوجوان وڏڙن وارو عقل ڏيکاريو آهي. جيڪڏهن عقلمند جو

حڪم فقط عمر جي اعتبار سان لڳي ته شيطان ڪان وڌي عمر وارو ڪير هوندو! ان ڪي عقلمند چئجي؟ ٻار جيڪڏهن صاحبِ ڪمال آهي ته اهو عقلمند آهي. وارن جي اڇائي به عقل جي پختگيءَ جو دليل آهي پر اهو ظاهربين ماڻهن جي لاءِ آهي. جنهن کي نور بصيرت حاصل نه آهي اهو هميشه دليل جو طالب ٿيندو آهي ۽ نشانين جو رستو تلاش ڪندو آهي. مُقلدِ جي لاءِ اهو حڪم آهي ته هو ڪنهن وڏي/ بزرگ سان مشورو ڪري، پر ان وڏي مان مراد عمر جو وڏو ناهي، صاحبِ بصيرت مراد آهي. بلڪ اهڙو شخص مراد آهي، جيڪو تقليد کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ويو هجي. الله جي نور سان شين کي ڏسندو هجي، سندس نگاهه ڪل يا مٿين سطح مان لنگهي باطن کي ڏسندي هجي. ظاهربين ڪري ۽ ڪوٽي ۾ فرق نٿو ڪري سگهي. گهڻا صحيح سِڪا ڪارا ڪيا ويندا آهن، تان ته ڦورو دست اندازي نه ڪري. گهڻا سڪا ٽامي جا هوندا آهن، جن تي سون جو پاڻي چڙهيل هوندو آهي.

حضورﷺ فرمايو: اسين دل کي ڏسون ٿا، ظاهر تي نظر نٿا رکون. قاضي ظاهر تي حڪم لڳائيندو آهي. جڏهن ڪو شخص ان جي اڳيان شهادت جو ڪلمو پڙهي، چاهي ان جي دل ۾ تصديق نه هجي ته به هو ان کي مومن قرار ڏيندو. گهڻن منافقن اهڙيءَ طرح پنهنجو ايمان ظاهر ڪري سازشون ڪيون آهن ۽ مسلمانن جي خونريزي ڪئي آهي. جڏهن عقل پيدا ٿيو، تڏهن الله تعاليٰ ان جي گهڻي عزت افزائي فرمائي. ان کي هڪ خوبي هيءَ عنايت ڪيائين ته، اهو ڪنهن جو محتاج نه ٿيندو. جيڪڏهن عقل مُجَسِم ٿي ڪري دنيا ۾ ظاهر ٿئي ته سج جي روشني ان جي ڳيان جهڪي ٿي وڃي. جيڪڏهن بيوقوفي مجسم ٿي ڪري ظاهر ٿئي ته رات جي اونداهي ان کان شرمائجي وڃي. بيوقوف جو مثال چمڙي وانگر آهي. انهيءَ ڪري ان کي بيوقوفي پسند ايندي آهي. انسان کي نورِ هدايت سان تعلق پيدا ڪرڻ گهرجي، ورنه بُري حالت ۾ موت ايندو. اندر ڪان اٽڃاڻ اونداهي کي پسند ڪندو آهي ۽ هدايت کان ڀڄندو آهي. چمڙو صفت انسان دنياوي اونده جو طالب آهي ۽ هدايت جي ڏيئي کان ڀڄندو آهي. هو دنياوي اونده جو گُهرجائو هِن ڪري آهي ته جيئن دنيا جي دولت ڪمائي. اهڙي دولتمند انسان کي ڏسي ڪري ٻيا به گمراهه ٿيندا آهن.

## ڪامل عاقل ۽ نيم ۽ نيم ڪامل عاقل انسان جون نشانيون

هن بيان مان مولانا جو مقصد هيءُ آهي ته، ڪامل عقلمند اهو آهي، جنهن باطن جو نور حاصل ڪيو.

عاقل آں باشد که با او مشعله است
اُو دليل و پيشواى قافله است

ترجمو: ”عقلمند اهو آهي، جنهن وٽ مشعل آهي، اهو قافلي جو رهنما ۽ پيشوا آهي.“

اهو ٻين جو به رهنما آهي. مشعل وارو پنهنجي نور جي تابع هوندو آهي. اهو مرتبو نبين جو آهي. نبين جو فرض آهي ته پنهنجو پاڻ تي ايمان آڻين ۽ پنهنجي نبوت جي تصديق ڪن. نيم عقل اهو آهي جو ڪنهن صاحبِ نور کي پنهنجي اک بنائي ۽ هر شيءِ کي ان جي اک سان ڏسي. هر معاملي ۾ ان تي اهڙو اعتماد ڪري، جهڙيءَ طرح انڌو پنهنجي راهنما تي ڪندو آهي. صفا گڏهه اهو آهي جنهن کي نه خود نور حاصل هجي، نه ڪنهن کي رهنما بنائي. هو خود غفلت ۾ غرق آهي ۽ ٻين کي رهنما بنائڻ ۾ ذلت محسوس ڪري ٿو. اهو ٽيون شخص وهمن ۽ خيالات جي وادين ۾ سرگردان رهندو آهي، ان کي خود ته نور باطن حاصل نه آهي ۽ ايترو عاقل به نه آهي، جو پنهنجو پاڻ کي ”كَالْمَيِّتِ فِي يدِ الغسالِ “(جيئن تڙ ڏيارڻ واري جي هٿ ۾ مردو) ڪري. جيڪڏهن مردو بڻجي پنهنجو پاڻ کي ڪنهن عقلمند جي حوالي ڪندو ته بامِ عروج تي پهچي ويندوَ. جيڪڏهن توهان ۾ ڪامل عقل نه آهي ته پنهنجو پاڻ کي ڪنهن عقلمند جي حوالي ڪريو.

احمق (بي وقوف) انسان نه زنده آهي، جو حضرت عيسىٰؑ وانگر ان جي دم ۾ اثر هجي ۽ نه مرده آهي جو

ڪنهن عيسيٰ عليه السلام جي دم سان زنده ٿئي. جيئن ڪچو انگور نه کائڻ جي قابل آهي، نه ان مان شراب ٺهي ٿو سگهي، ڪچو انگور ڪُتو ئي رهجي ويندو آهي ۽ ناقابل قبول هوندو آهي، بيوقوف انسان وهمن ۾ ڦاٿل رهندو آهي، عاقبت جو فڪر ڪونه ڪندو آهي، وري فڪر اهڙي وقت ۾ ڪندو آهي جڏهن ڪو فائدو مرتب ڪونه ٿيندو آهي. بي وقت ندامت ۽ افسوس فائديمند نه آهي.

**تلاءَ، شڪاري ۽ ٽن مڇين جو قصو، هڪ عقلمند ۽ نيم عاقل ۽ هڪ مغرور بيوقوف ۽ غافل جو انجام**

هن قصي مان اهڙن ئي ٽن قسمن جي ماڻهن جي انجام کي سمجهائڻ مقصد آهي.

قصهء آں آبگيرست اے عَنود
کہ درو سہ ماہی اِشگرف بُود

ترجمو: ”اي سرڪش! هيءُ ان تلاء جو قصو آهي، جنهن ۾ ٽي وڏيون مڇيون هيون.“

هڪ ڍنڍ ۾ ٽي املھ ٿلهيون مڇيون رهنديون هيون. تلاء وٽان شڪاري اچي لنگهيا، جن مڇيون ڏٺيون. مڇيون ڏسي جار ڪٽڻ ويا. ٽنهي مڇين مان جيڪا عقلمند هئي، اُن شڪارين جي ارادي کي سمجهي ورتو ۽ اتان پڄڻ جي ڪيائين پر ٻنهي مڇين سان مشورو ڪونه ڪيائين، هن سمجهيو ته انهن مڇين تي وطن جي محبت غالب اچي ويندي ۽ اهي منهنجي ارادي ۾ مون کي سست ڪنديون. مسافر کي مسافر سان مشورو ڪرڻ گهرجي. گهريتڙي عورت به سفر کان روڪي سگهي ٿي. وطن جي محبت ايمان آهي، ان حديث ۾ وطن مان مراد آخرت جو وطن آهي. دنيا جو وطن مراد نه آهي. ان حديث جو غلط مطلب سمجهي دوکو کائڻ نه گهرجي.

**وضوءَ ۾ دعائن جو اڳتي پوئتي ڪرڻ ۽ وطن جي حب ايمان جي تشريح**

دَر وضو ہر عضوا را وِردے جُدا
آمدہ است اَندر خبر بہر دعا

ترجمو: ”وضو ڪرڻ ۾ هر عضوي جو جدا وظيفو دعا جي لاءِ حديث ۾ آيو آهي.“

بزرگانِ دين وضوءَ ۾ هر عضوي کي ڌوئڻ وقت هڪ خاص دعا پڙهن ٿا. جڏهن نڪ ۾ پاڻي وجهن ٿا تڏهن دعا پڙهندا آهن: اَللّٰهُمَّ اَرِحْنِی رائِحته الجنته ”اي الله! مون کي جنت جي خوشبوءِ سونگهاءِ.“ گل جي خوشبوءِ باغ جي لاءِ رهنما آهي. اهڙيءَ طرح جنت جي خوشبوءِ جنت جي رهنما آهي. هيءَ دعا وضوءَ ڪرڻ کان پوءِ پڙهڻ گهرجي: ”اَللّٰهُمَّ اجعَلنِی مِنَ التّوابِینَ وَ اجَلنِی مِنَ المُتطهرِينَ. هن دعا جو مطلب هي آهي ته دعا ڪرڻ وارو چوي ٿو ته، ”ظاهري پليديءَ جو ازالو ته مون کان ممڪن هو، اهو مون ڪري ڇڏيو، باطني نجاست کان خدا ئي پاڪ ڪري سگهي ٿو.“ خدا پنهنجي قدرت سان روح کي پاڪ ڪري ڇڏي. انسان جي وس ۾ اهو آهي ته اهو ظاهري نجاست کان پاڪائي حاصل ڪري. ظاهري نجاست جي حد کان اڳتي واري پاڪائي خدا جي هٿ ۾ آهي.

هڪڙي ماڻهو استنجا جي وقت اها دعا پڙهي، جيڪا نڪ ۾ پاڻي ڏيڻ وقت پڙهڻ گهرجي. ان تي هڪڙي شخص ڪيس چيو ته تو دعا جي سوراخ کي گم ڪري ڇڏيو. مطلب ته اها نڪ ڌوئڻ جي وقت جي دعا آهي. اهڙيءَ طرح هي به بي مهل دعا آهي جو انسان بيوقوفن جي اڳيان تواضع ڪري ۽ بادشاهن جي اڳيان آڪڙجي؛ انسان جون ابتيون چالون ان جي رفعت ۽ بلندي لاءِ رڪاوٽ آهن. گُل سونگهڻ جي لاءِ آهي ۽ سونگهڻ نڪ جو ڪم آهي. پاخاني جي سوراخ سان جنت جي خوشبوءِ محسوس نٿي ٿي سگهي. وطن جي محبت جو جز ايمان هجڻ ته درست آهي، پر ان کي سمجهه ته اهو ڪهڙو وطن آهي. ظاهر آهي ته مومن جو اصلي وطن عُقبيٰ آهي.

**عقلمند مڇيءَ جو واقف ٿيڻ ۽ دانائيءَ سان ٻين جي مشوري کان سواءِ روانو ٿيڻ**

گفت آں ماہی زیرک رہ کنم

دل زرای و مشورت شاں بر کنم

ترجمو: ”ان عقلمند مڇيءَ چيو، آئون رواني ٿيان، انهن جي مشوري ۽ راءِ تي آماده نہ ٿيان.“

مطلب تہ ٻين سان مشورو نہ ڪريان. مڇيءَ هي بہ چيو تہ، ان رستي جا محرم راز ناياب آهن. انهيءَ ڪري خاموشيءَ سان رات جو نڪري وڃڻ گهرجي. سالڪ کي بہ اهو ئي سوچڻو پوي ٿو ۽ سلوڪ جي مشڪلات کي خود ئي برداشت ڪرڻو پوي ٿو. تلاءَ ڇڏي درياءَ جو رخ ڪرڻ گهرجي. يعني محدود دنيا کي ڇڏي لامحدود عقبيٰ اختيار ڪرڻ گهرجي. سيني سان سُرندي اها محفوظ مقام تي پهچي ويئي. اها اهڙي طرح ڊوڙي ۽ ڀڄي جهڙيءَ طرح اهو هرڻ ڀڄندو آهي، جنهن جي پويان شڪاري ۽ ڪتا پيا هجن. پوءِ غفلت جي ننڊ ۾ سمهڻ وڏي غلطي آهي. اها عقلمند مڇي رواني ٿي. هن ڏکيو رستو اختيار ڪيو، رستي جون تڪليفون برداشت ڪيون ۽ امن جي جاءِ تي پهچي ويئي. ان پنهنجو پاڻ کي ناپيدا ڪنار دريا ۾ آڻي وڌو. جڏهن شڪاري جار ڪٽي آيا تڏهن نيم عاقل مڇيءَ کي فڪر ٿيو. ان تي هُن چيو، افسوس مون وقت ضايع ڪيو. آئون اُن عقلمند مڇيءَ جي پويان ڇو نہ هلي ويس! هوءَ هلي ويئي، پر هاڻي بہ مون کي جلدي ان جي پويان وڃڻ گهرجي. گذريل ڳالهہ تي افسوس ڪرڻ سان ڪو فائدو نہ آهي. ويل وقت ٻيهر نٿو اچي سگهي. ان تي افسوس ڪرڻ بدران ترت ڪم شروع ڪرڻ گهرجي تان تہ ٻيهرين غلطي جي تلافي ٿي سگهي.

**اُن قاتل پکيءَ جو قصو جنهن وصيت ڪئي تہ ناممڪن ڳالهہ جو يقين نہ ڪر**

هن قصي مان هيءُ ٻڌائڻ مقصد آهي تہ، گذريل ڳالهہ تي افسوس ۾ وقت ضايع ڪرڻ بيڪار آهي.

آں یکے مُرغ گفت از مکرِ و دام

مُرغ اورا گفت کائے خواجہ ہُمام

ترجمو: ”هڪڙي شخص مڪر ۽ اٽڪل سان هڪ پکي پڪڙيو. ان تي پکيءَ چيو: اي وڏا بزرگ!...“

جيڪڏهن تون مون کي ذبح ڪري کائي بہ ڇڏين تہ ڪهڙو فائدو ٿيندءِ! تون وڏا وڏا جانور کائي چڪو آهين، انهن مان تنهنجو پيٽ ڪونہ ڀريو، مون کي کائي ڇا ڪندين. مون کي مهرباني ڪري آزاد ڪر، آئون توکي ٽي پليون نصيحتون ڪندس. پهرين نصيحت ان وقت ڪندس، جڏهن تون مون کي هٿ ۾ جهليندين. ٻي نصيحت تڏهن ڪندس جڏهن تون مو ن کي ڇڏيندين ۽ آءٌ ديوار تي وڃي ويهندس ۽ ٽين نصيحت تڏهن ڪندس، جڏهن آئون اڏامي وڻ تي وڃي وِهندس. تنهنجي هٿ ۾ هوندي هيءَ نصيحت ٿو ڪريان تہ، جيڪڏهن ڪو توسان ناممڪن ۽ اڻ ٿيڻي ڳالهہ ڪري تہ اُن تي يقين نہ ڪج. جڏهن پکيءَ اها نصيحت ڪئي تڏهن شڪاريءَ ان کي ڇڏي ڏنو ۽ اهو اڏامندو ڀت تي وڃي ويٺو. ڀت تي وهڻ کان پوءِ پکيءَ ٻي نصيحت هيءَ ڪئي تہ گذريل واقعي تي ڪڏهن بہ حيرت ۽ افسوس نہ ڪج. ان کان پوءِ پکيءَ چيو: منهنجي پيٽ ۾ هڪ ملهائتو موتي آهي، جنهن جو وزن ڏهہ درهم يعني ٽي تولا آهي. جيڪڏهن تون مون کي ذبح ڪرين ها تہ اهو موتي تنهنجي دولت هجي ها. جيئن تہ تنهنجو مقدر ڪونہ هو، انهيءَ ڪري توکي اهو موتي هٿ ڪونہ آيو.

پکيءَ جي اها ڳالهہ ٻڌي شڪاري اهڙيءَ طرح دانهون ڪرڻ لڳو، جهڙيءَ طرح حاملہ عورت ٻار ڄڻڻ وقت ڪندي آهي. شڪاري، پکيءَ جي اِن ڳالهہ تي غمگين ٿي آنهون ڀرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ، تو دوکي سان مون کي تباهہ

۾ برباد ڪيو، ورنہ آئون موتيءَ جي ذريعي وڏو دولتمند بنجي وڃان ها. پکي چيو تہ مون توکي نصيحت ڪئي هئي تہ، گذريل واقعي تي افسوس نہ ڪج، هاڻي تون گذريل ڳالھ تي ڇو افسوس ڪري رهيو آهين، تو منهجي نصيحت ڪونہ سمجھي يا ٻوڙو هُئين!؟ مون توکي ٻي نصيحت هيءَ ڪئي هئي تہ، ڪنهن ناممڪن ڳالھ تي يقين نہ ڪجانءِ. تو منهنجي ناممڪن ڳالھ تي يقين ڪري ورتو ۽ اهو نہ سوچيئي تہ، اهو پکي جنهن جو ڪل وزن ساڍا 10 ماشا بہ نہ آهي، ان جي پيٽ ۾ ٽن تولن جو موتي ڪيئن ٿي سگهي ٿو. جڏهن شڪاريءَ کي تورو سڪون ٿيو، تڏهن چوڻ لڳو: ٽئين نصيحت بہ ٻڌاءِ؟ پکيءَ طنز ڪندي چيو، تو ٻن نصيحتن تي خوب عمل ڪيو آهي! ٽئين نصيحت ٻڌائي انهن ٻن جو عمل ڇو ضايع ڪريان. ان طنز ۾ ٽين نصيحت بہ لڪل آهي تہ جيڪو قبول نہ ڪري ان کي نصيحت نہ ڪر. پکي طنز ۾ اهو جملو چيو، جنهن ۾ ٽئين نصيحت بہ هئي ۽ اهو پوءِ اڏامي جهنگ ڏانهن هليو ويو.

مولاناؒ فرمائي ٿو تہ، جاهل کي نصيحت ڪرڻ ائين آهي جيئن ڪلر واري زمين ۾ ٻج ڇٽڻ! بيوقوفي ۽ جهالت ناقابلِ اصلاح آهي.

**اڌ عقل واري مڇيءَ طرفان رت رتي پاڻ کي مئل بنائڻ:**

نيم عاقل گفت در وقتِ بلا

چونکہ ماند از سایہ عاقل جُدا

ترجمو: ”مصيبت مهل نيم عاقل چيو، جيئن تہ آءٌ عقلمند جي ڇاڇي کان پري ٿي ويس...“

مڪمل عقلمندي هيءَ آهي تہ مصيبت کان اڳ ۾ تدبير ڪجي. مصيبت مهل هٿ پير هڻڻ اڌ عقلمندي چئبي. عقلمند مڇي درياءَ ڏانهن هلي وئي. هاڻي گذريل ڳالھ تي افسوس ڪرڻ ۾ وقت ضايع ڪرڻ مناسب نہ ٿيندو. آئون هيءَ تدبير ڪريان ٿي جو پنهنجو پاڻ کي مئل بنايان. مڇي مري تري پاڻيءَ جي سطح تي اچي وئي ۽ ائين ڪيائين جيئن ڪک پاڻيءَ جي سطح تي پيو ترندو آهي.

حديث شريف ۾ آهي: ”موتوا اقبل ان تموتوا“ ”چوڻڪارو اِن ۾ آهي تہ مرڻ کان اڳ ئي فنا جو درجو اختيار ڪريو. فنا جو مقام اختيار نہ ڪندا تہ فتنن ۾ مبتلا ٿي مرندا. جيئن مڇيءَ سوچيو هو ائين ئي ڪيائين. جڏهن شڪاري ان کي زمين تي اُڇليو تہ اها ڪنهن طريقي سان درياءَ ۾ گهڙي وئي.

ٽئين بيوقوف مڇي ٽپندي ڦٿڪندي رهي تہ جيئن ڪوشش جي ذريعي نجات حاصل ڪري. شڪاري ان کي جار ۾ پڪڙيو ۽ ڪباب ڪري کاڌائين. عقل ان تي طنز ڪري رهيو هو تہ، ڇا تو وٽ عذاب کان ڊيڄارڻ وارا نہ آيا هئا. اُها مڇي چئي رهي هئي تہ، بيشڪ، ڊيڄارڻ وارا آيا هئا، پر مون انهن جو چيو نہ مڃيو ۽ هيئن چئي رهي هيس تہ جيڪڏهن هن دفعي بچي ويس تہ پوءِ تلاء سان محبت ڪونہ ڪنديس، درياءَ جو رخ ڪنديس. اهو ئي حال انهن ماڻهن جو ٿيندو، جيڪي دنيا ۾ بي عقلي ڪندا ۽ نصيحت ڪرڻ وارن جي نصيحت نہ ٻڌندا. هاڻي اها دل ۾ هن طرح عهد ڪري رهي هئي تہ، جيڪڏهن ٻيهر زندگي حاصل ٿئي تہ ڪنهن عقلمند جو دامن پڪڙينديس.

**بيوقوف جو ڏکيءَ ويل وچن ڪرڻ ۽ نادم ٿيڻ ڪجھ فائديمند نہ آهي**

عقل مي گفتش حماقت باتواست

باحماقت عهد را آيد شكست

ترجمو: ”عقل ان کي چوي ٿو: بيوقوفي توسان گڏ آهي. بيوقوفي هوندي وعدو ٽٽي پوندو آهي.“

اهڙن بيوقوفن جي وچنن ۽ واعدن جو اعتبار نہ آهي. قرآن پاڪ ۾ انهن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ

”جيڪڏهن انهن کي ٻيهر زندگي ڏني وڃي ته به بدعهدي ڪندا. اهي ڪوڙا آهن.“ (الانعام:29)

پرواني ۾ عقل جي ڪمي آهي، جنهن ڪري شمع جي باهه جي سوزش ان کي ياد نٿي اچي. پرواني، جو حِرص ۽ ٻُل ان کي ساڙي ڇڏيندي آهي. ۽ چن ۽ وعدي جي حفاظت ۽ ان کي سمجهڻ ۽ ياد رکڻ عقل جا ڪم آهن، عقل ئي اهي صفتون پيدا ڪيون آهن.

انسان جو عقل ان کي سندس وعدو ياد ڏياريندو آهي. بي عقلي هيءَ آهي ته، ماڻهو پنهنجي بيوقوفي جي آثارن کي ڪونه سمجهندو آهي. عذاب جي وقت ندامت عذاب جو نتيجو آهي، پوءِ جڏهن عذاب ختم ٿي ويندو ته ندامت جي ڪا قيمت نه آهي. اها ندامت غم جي اونده ۾ پيدا ٿيندي آهي. رات جي ڳالهه کي ڏينهن وساري ڇڏيندو آهي. جڏهن اونده ختم ٿيندي آهي ته، ندامت به ڪانه رهندي آهي.

**وهم عقل جو کوٽو سِڪو**

نفساني شهوت عقل جو ضد آهي، عقل ان ڏانهن مائل نٿو ٿي سگهي. جيڪو نفساني خواهشن ڏانهن مائل ٿئي، اهو وهم آهي، وهم به سِڪو آهي پر کوٽو ۽ عقل به سکو آهي پر اهو کرو آهي. عقل ۽ وهم جي تقاضائن کي قرآن ۽ سيرت جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ سان ٻنهي ۾ فرق واضح ٿي ويندو. قرآن ۽ سيرت واضح ڪن ٿا ته، وهم جون تقاضائون انهن مطابق نه آهن، عقل جو جيتري قدر به تجربو ڪيو ويندو، ان جو خالص هجڻ واضح ٿيندو.

**حضرت موسىٰ (عقلمند) ۽ فرعون (وهميءَ) ۾ سوال جواب**

وہم مر فرعونِ عالم سوز را
عقل مر موسیٰؑ جاں افروز را

ترجمو: ”عالم سوز فرعون جي لاءِ وهم آهي، جان کي روشن ڪرڻ واري موسىٰ عليه السلام جي لاءِ عقل آهي.“ حضرت موسىٰ فرعون وٽ پهتو ۽ ان وقت هو مقامِ فنا ۾ هو. حضرت موسىٰ فرمايو: آئون عقل مُجسم آهيان. خدا، رسول ۽ الله جو دليل، ماڻهن کي گمراهيءَ کان بچائڻ وارو آهيان. فرعون چيو، اهي ڳالهيون آئون ٻڌڻ نٿو چاهيان، تون پنهنجو پراڻو نالو نسب ٻڌاءِ؟ حضرت موسىٰ عليه السلام چيو، منهنجو نسب هي آهي ته آئون خاڪ زادو آهيان ۽ منهنجو نالو الله جو ڪم ترين غلام آهي ۽ آئون الله جي غلام ۽ ٻانهي جي پُٽ ۽ پيٽ مان پيدا ٿيو آهيان. آئون آدم جو اولاد آهيان، آدم کي خدا مٽيءَ ۽ پاڻيءَ مان پيدا فرمايو. پوءِ ڪيس دل ۽ جان عطا فرمايائين. منهنجو خاڪي جسم وري خاڪ بنجي ويندو ۽ تو ظالم جي جسم کي به مٽيءَ ۾ ملڻو پوندو. سيني انسانن جو اصل مٽي ۽ پاڻي آهي ۽ ان جون ستر نشانيون آهن.

پهرين نشاني هيءَ آهي ته انسان زمين جي پيداوار مان خوراڪ حاصل ڪري ٿو ۽ ان مان پرورش وٺي ٿو. ٻي نشاني هيءَ آهي ته، سيني کي مَري مٽي ۾ مِلڻو آهي، توکي به مٽي ۾ وڃڻو آهي ۽ تنهنجو اهو اقبال فاني آهي. فرعون ڪاوڙ مان چيو ته، تنهنجو هڪ ٻيو نالو آهي ۽ اهو زياده مناسب آهي، اهو نالو هيءُ آهي ته، تون فرعون جو غلام آهين، فرعون جي غلامن جو غلام آهين، ان غلام جي جان ۽ جسم کي فرعون ئي پاليو نپايو آهي. تون غلام ته آهين، پر باغي ۽ سرڪش غلام آهين ۽ تون اهوئي آهين جو هڪ ڏوهه ڪري مصر مان ڀڄي ويو هئين. يعني تو هڪ قِبطيءَ جو قتل ڪيو هو. تون اهڙي طرح پنهنجون وصفون سمجهه. فرعون حضرت موسىٰ عليه السلام کي چيو ته، تو منهنجا حق ادا نه ڪيا. انهيءَ ڪري پرديس ۾ رلين پيو.

حضرت موسىٰ عليه السلام فرمايو: خدا جو ڪو شريڪ نه آهي. خدا واحد آهي، جنهن کي ڪنهن مددگار جي به

ضرورت ناهي. اهو پنهنجي پاڻهن جو اڪيلو خدا آهي. جيڪو ان جي شراڪت جي دعويٰ ڪندو اهو تباهه ٿيندو. حضرت موسيٰ عليه السلام فرمايو، اهو ئي منهنجي صورت ٺاهيندڙ آهي. جيڪڏهن ڪو ٻيو دعويٰ ڪري ته اهو ظالم آهي. تون منهنجو خدا ڪيئن ٿي سگهين ٿو؟ حضرت موسيٰ عليه السلام فرمايو: آئون غدار نه آهيان. تون خدا جو غدار آهين. مون قبطي جو قتل ارادي سان ڪونه ڪيو هو. اهو ڪافر هو. ان جي جان ئي نه هئي. تو ته يعقوب عليه السلام جي اولاد مان هزارين بي قصورن کي قتل ڪيو. ان جي سزا ۾ تون قسمين قسمين عذاب ڀوڳيندين. فرعون بني اسرائيل جي ٻارن کي قتل ڪري رهيو هو ۽ ان جو مقصد حضرت موسيٰ عليه السلام کي قتل ڪرڻ هو. خدا تنهنجي مرضيءَ جي خلاف مون کي پنهنجي رسالت جي لاءِ منتخب ڪيو. تون منهنجي قتل تي قادر نٿو ٿي سگهين..

فرعون چيو: انهن ڳالهين کي ڇڏ. ڇا منهنجي حقن جي اها ئي تقاضا آهي جو تون مون کي پري مجلس ۾ ذليل ڪرين ٿو؟ حضرت موسيٰ عليه السلام فرمايو: جيڪڏهن تون خير ۽ شر ۾ منهنجي تابعداري نه ڪندين ته قيامت ۾ ذليل ٿيندين ۽ اها ذلت هن دنيا جي ذلت کان گهڻو سخت آهي. ايستائين جو هتي جو تون هڪ مڇر جي چڪ کي برداشت نٿو ڪري سگهين ته قيامت ۾ نانگن جو زهر ڪيئن برداشت ڪري سگهندين؟ ظاهراً جنهن کي تون بربادي سمجهين ٿو ان ۾ ئي منهنجي آبادي آهي.

هاڻي مولانا رحمة الله عليه چند اهڙا مثال ڏئي ٿو جن ۾ بظاهر ويراني آهي، پر حقيقت ۾ اها ئي تعمير آهي.

**هر شيءِ جو ضد ۽ جوڙو آهي جيئن تعمير لاءِ تخريب وغيره!**

آں یکے آمد زمیں را می شگافت
ابلہے فریاد کرد و برنتافت

ترجمو: ”هڪ شخص آيو ۽ زمين کوٽڻ لڳو، ان تي بيوقوف گوڙ ڪيو ۽ برداشت نه ڪري سگهيو.“

هڪ شخص زمين کيڙڻ شروع ڪئي ته هڪ بيوقوف، هر هلائڻ واري کي چيو: تون زمين کي ڇو ويران ڪري رهيو آهين ۽ ان جي مٽي کي ٿڙ پکڙ ڪري رهيو آهين. تون تعمير ۽ تخريب ۾ فرق نٿو ڪري سگهين. باغ ۽ پوک تڏهن تيار ٿيندي آهي جڏهن ڀريان زمين کي کيڙي ويران ڪيو وڃي. زمين کي جيستائين هيٺ مٿي نه ڪيو وڃي ته ان ۾ پوک پيدا ڪونه ٿيندي ۽ نه ان ۾ ميوا پيدا ٿيندا.

جيستائين بند زخم کي چيريو نه وڃي، تيستائين مريض شفاياب ڪونه ٿيندو. درزي ڪپڙن کي ڪٽي ٽڪرا ٽڪرا ڪندو آهي، اهو غلط ڪونه ٿو ڪري. جڏهن پراڻن بنيادن تي نئين تعمير ڪئي ويندي آهي ته، اڳوڻن بنيادن کي اکوڙيو ويندو آهي. جيترا ڪاريگر آهن انهن جو اهو ئي اصول آهي ته تعمير کان اڳ اهي تخريب ڪندا آهن. هريڙ ٻهيڙا ڪُٽي حڪيم دوا ٺاهيندا آهن، جنهن سان جسم جي تعمير ٿيندي آهي. ڪڻڪ کي پيهين ان مان اٽو ۽ لذيذ غذائون ٺاهيندا آهن، تڏهن اسان جو دسترخوان آراسته ٿيندو آهي.

**حضرت موسيٰ عليه السلام جو فرعون کي جواب ڏيڻ**

ایں تقاضا کرد آں نان و نمک
کہ زشستت وارہانم اے سمک

ترجمو: ”اُن لوڻ پاڻي اهو ٿي چاهيو ته اي مڇي آئون توکي ڪنڍي کان بچايان.“

حضرت موسيٰ عليه السلام فرمايو، تنهنجي اها گهر آهي ته آئون توکي هلاڪت کان ڇوٽڪارو ڏياريان. جيڪڏهن تون منهنجي نصيحت قبول ڪندين ته ابدي هلاڪت کان ڇوٽڪارو لهندين. تنهنجو نفس هڪ معمولي ڪيڙو هو، تو

ان کي اَرڙ نانگ بنائي پاڻ تي مسلط ڪيو آهي. تنهنجي نفس ارڙ نانگ ان جي مقابلي جي لاءِ آئون لٺ کڻي آيو آهيان. ان جون ڦوڪارون منهنجي لٺ کي دٻائي نه سگهنديون پر منهنجو نانگ (لٺ) تنهنجي ارڙ نانگ کي برباد ڪندو.

**فرعون جو حضرت موسيٰ عليه السلام کي جواب ۾ ان جي ڌمڪي**

گفت الحق سخت اُستا جادوئی

کہ در افگندی بمکر اینجا دوئی

ترجمو: ”ان چيو: يقيناً تون جادوءَ جو وڏو استاد آهين، تو مڪر سان هتي اختلاف پيدا ڪيو آهي.“

فرعون حضرت موسيٰ عليه السلام کي چيو، تون مڪمل جادوگر آهين. تو پنهنجي مڪر ۾ جادوءَ سان منهنجي قوم ۾ اختلاف پيدا ڪيو. جادو جو اثر جبل ۾ پٿر کي به ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندو آهي، حضرت موسيٰ عليه السلام جادوگر نه هجڻ جو دليل بيان فرمايو.

**حضرت موسيٰ عليه السلام جو پنهنجي باري ۾ سحر ۽ جادوگريءَ کان انڪار ڪرڻ**

گفت هستم غرقِ پیغامِ خدا

جادوئی کہ دید بانامِ خدا

ترجمو: ”هُن فرمايو، آئون خدا جي پيغام ۾ غرق آهيان. خدا جي نالي سان جادوگري ڪنهن ڏٺي آهي!“

جادوگر پنهنجي عمل ۾ خدا جي نالي جو سهارو ڪونه وٺندو آهي. اهو جادوءَ ۾ شيطان جو نالو استعمال ڪندو آهي. مون تي اللهجو وحي نازل ٿئي ٿو. جادوگر جو (وحيءَ) سان ڪهڙو تعلق! آسماني ڪتابن ۾ منهنجو ذڪر آهي. تون جهڙو آهين، مون کي به اهڙو سمجهي رهيو آهين، انسان جهڙو پاڻ هوندو آهي، اهڙو ئي ٻين کي سمجهندو آهي. تون دنيادار آهين، ان ڪري ٻين کي به ائين سمجهين ٿو. انسان پنهنجي حالت تي ٻين کي قياس ڪندو آهي. جنهن جو مٿو چڪرائجي رهيو هجي، اهو گهر کي گهمندي محسوس ڪندو آهي. ٻيڙيءَ ۾ ويٺل انسان سمجهندو آهي ته ڪنارو به هلي رهيو آهي.

جيڪڏهن انسان تنگ دل هوندو آهي ته دنيا کي تنگ دل سمجهندو آهي، جيڪڏهن انسان خوش آهي ته ڪيس سڄي دنيا پُرمسرت معلوم ٿيندي. انسان جنهن شيءِ جي جستجو ڪري ٿو اها ان کي نظر ايندي آهي. جيڪو شخص باطني بصيرت کان خالي ۽ ظاهر بين آهي ته ان کي سڄي جهان ۾ فقط ظاهر نظر ايندو. ڏٺو جيڪڏهن بغداد ويندو ته ان کي گِدري جي کلن کان سواءِ ڪجهه نظر ڪونه ايندو. ظاهربين انسان جو سر به ان ڏکي وانگر آهي، جيڪو فقط ظاهر کي ڏسي ٿو. ظاهري اسباب جو پابند انسان فقط پنهنجي طبيعت تي اعتماد ڪندو آهي ۽ ان جي مزاج جو مثال ان گوشت جي ٽُڪري جهڙو آهي، جيڪو ڪُنڍي ۾ لٽڪايل هجي، جنهن ۾هاٽي اضافو ممڪن نه آهي. بلڪ روز گهٽجندو ويندو. عِلّتن ۽ اسباب کان لنگهي جڏهن انسان ان مقام تي پهچي ٿو جتي مسبب الاسباب جي قدرت جو عمل جاري آهي ته ان کي هڪ وسيع ميدان ملند و آهي. ان مقام تي پهچي ڪري ڪيس نوان جهان نظر اچن ٿا. انسان جي غفلت آهي ته اهو آهي مسبب الاسباب کان غافل آهي.

**هر حِسّ جا مُدرڪ جدا آهن**

هيءُ بيان ته ادراڪ ڪرڻ واري انسان جي هر حِس جي معلومات ٻيءَ کان جدا آهي. ٻي حس کي ان جي خبر نه آهي، جيئن هر عجمي پيشه ور استاد ٻئي استاد جي ڪم کان بيخبر آهي ۽ سندس بيخبري هن ڪري آهي ته اهو ان جو ڪم نه آهي، هن ڳالهه جو دليل نه آهي ته ان جا مُدرڪ نه آهن:

چُنبره دید جهاں ادراکِ تُست
پردهٔ پاکاں حس ناپاکِ تُست

ترجمو: ”دنيا کي ڏسڻ جو دائرو تنهنجو ادراڪ آهي، تنهنجي ناپاڪ حِس، پاڪ ماڻهن جو پردو آهي.“

انسان پنهنجي عينڪ سان بزرگن کي ڏسندو آهي، ان جي عينڪ پردو ۽ حجاب آهي. صوفين وانگر حواسن کي مشاهدي جي ذريعي پاڪ ۽ صاف ڪرڻ گهرجي. جڏهن تنهنجا حواس پاڪ ٿي ويندا تڏهن بزرگن جي حقيقت کي سمجهندين. ڏسڻ اک جو ڪم آهي، ڪن جو نه آهي. ٻڌڻ ڪن جو ڪم آهي، ڪن ٻُڌڻ جو ماهر آهي. نڪ جو ڪم ڏسڻ نه سونگهڻ آهي. نڪ محبوب جو مُنهن نٿو ڏسي سگهي. مطلب ته جيڪڏهن حس آڏي آهي ته اها صحيح ڪم ڪونه ڪندي. ٻاڏي جي اک هڪ شيءِ کي ٻه ڪري ڏسندي آهي.

حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون کي چيو: جيئن ته تون مڪر ۽ فريب جو مجسمو آهين، انهيءَ ڪري تون مون ۾ ۽ پاڻ ۾ فرق نٿو ڪري سگهين. حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون کي چيو ته تون ٽيڏو آهين. مون کي پنهنجي اک سان نه ڏس. مون کي منهنجي اک سان ڏس. پوءِ توکي عالم غيب جو مشاهدو ٿيندو. منهنجي عشق ۾ توکي خدا جو عشق نظر ايندو. جڏهن تون جسم جي ماديت کان پاڪ ٿي ويندين تڏهن توکي معلوم ٿيندو ته ڪن ۽ نڪ به اک جو ڪم ڪن ٿا. ٻار جڏهن ماءُ جي پيٽ ۾ هوندو آهي تڏهن ٻيا حواس اک جو ڪم ڪندا آهن. فقط اک جي چرٻي کي ڏسڻ جي علت نه سمجهڻ گهرجي. خواب ۾ انسان ڏسي ٿو ير ان جون اکيون بند هونديون آهن. پريون ۽ جن ڏسندا آهن، انهن جي اکين ۾ اها چرٻي نه آهي. اک جي روشني ۽ چرٻيءَ ۾ ڪا مناسبت نه آهي. خدا ان ۾ اها طاقت رکي آهي ۽ اهو ڪنهن ٻي شيءِ ۾ به ڏسڻ جي طاقت سمائي سگهي ٿو. انسان خاڪي ۽ جن ناري آهن. سندن اصل ۾ ڪا نسبت نه آهي. جهڙيءَ طرح الله جي قدرت اک جي چرٻيءَ ۾ ڏسڻ جي طاقت عنايت فرمائي، ٻين کي به اها قوت عطا ڪري سگهي ٿو.

قومِ عاد تي جيڪا هوا هلي اها چوندي چوندي دشمنن کي هلاڪ ڪري رهي هئي. نمرود جي باهه کي بصارت حاصل هئي. انهيءَ ڪري اُن حضرت ابراهيم عليه السلام کي نٿي ساڙيو، پر حضرت ابراهيم عليه السلام جي حفاظت جي تڪليف سهي رهي هئي، درياءِ نيل کي به بصارت حاصل هئي، انهيءَ ڪري اُن قبطين کي ٻوڙيو ۽ اسرائيلين کي ڪونه ٻوڙيو. جبل ۾ بصارت هئي. تڏهن ته پٿر حضرت دائود عليه السلام کي سُجاڻي ويا ۽ خواهش ظاهر ڪيائون ته، طالوت کي هلاڪ ڪرڻ جي لاءِ اسان کي پاڻ سان گڏ وٺي هلو. زمين کي بصارت حاصل هئي تڏهن ان قارون کي ڳهڻ شروع ڪيو. اسطوانه حنانه (کجيءَ جو ٿُڙ) حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جي فراق ۾ رُنو، هن ڪري جو ان ۾ بينائي هئي. پٿرين حضور صلي الله عليه وسلم جي مُٺ ۾ سندن رسالت جي شاهدي ڏني. سوره زلزال ۾ هن جو بيان آهي ته، قيامت ۾ زمين سڀ راز ظاهر ڪندي. حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون کي چيو، تو جهڙي ظالم حاڪم جي مقابلي جي لاءِ خدا جي علم ۾ هيءَ ڳالهه آهي ته تنهنجي مرض جو علاج آئون ئي آهيان. تو ڪئين دفعا خواب ۾ ڏٺو هو ته خدا تنهنجي مقابلي جي لاءِ مون کي منتخب ڪيو آهي. ٿورو غور ڪر، اهي خواب تنهنجي مناسب حال ۽ توکي ٻڌائڻ جي لاءِ هئا ته، الله تعاليٰ ناقابل علاج مرض جو به علاج فرمائيندو آهي، پر تون انهن خوابن جون غلط تاويلون ڪري انڌو ۽ ٻوڙو بڻجي وئين ۽ چوڻ لڳين ته، غفلت جي ننڊ ۾ اهڙا خواب ايندا آهن. طبيب ۽ نجومي انهن خوابن جو صحيح مطلب سمجهي رهيا هئا، پر اهي ڄاڻن پيا ته، تون انهن جي ڳالهه ڪ نه مڃيندين ۽ مٿن عتاب نازل ڪندين. انهيءَ ڪري اهي هيئن چئي ڇڏيندا هئا ته، مختلف غذائون ۽ هاضمي جي خرابي خوابن جو سبب آهي.

بادشاهه مصلحت جي بنياد تي قتل به ڪرائيندا آهن، پر رعيت تي انهن جي شفقت انهن جي غصي تي غالب

رهندي آهي. بادشاهه کي الاهي اخلاق اختيار ڪرڻ گهرجن. خدا جو خُلق هيءُ آهي ته، اُن جي رحمت ان جي غضب تي غالب آهي. شيطان جو غصو ۽ ڪاوڙ ان جي شفقت تي غالب آهي، پر تون اهڙو ظالم بادشاهه آهين جو بي قصور ماڻهن جو خون ڪرين ٿو. هاڻي الله تعاليٰ منهنجي لَٺ جي ذريعي تنهنجي سِرِ کي ٽوڙيو آهي.

**دنيا جو حملو**

هن دنيا وارن جو هُن جهان وارن تي قلعي جي سرحد تائين حملو ۽ غارتگري ڪرڻ ۽ انهن جو ڪمين گاهه کان غافل هجڻ، ڇاڪاڻ ته غازي جڏهن جهاد نٿو ڪري ته ڪافر حملو ڪري ڏيندو آهي

حمله بروند اسپهٔ جسمانیاں
جانبِ قلعه و دژ روحانیاں

ترجمو: ”جسم وارن جي فوج روحانين جي قلعي تي حملو ڪيو.“

قُدرتِ خداوندي جي خلاف فرعون جون تدبيرون عالم غيب تي دنيا وارن جي حملي مثل آهن. قدرت جي طرفان دِير هوندي آهي، تڏهن ڪافرن کي جرئت ٿيندي آهي. فرعون نسل ڪشي شروع ڪئي، تان ته موسيٰ عليه السلام جو ظهور نه ٿي سگهي. حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون کي چيو ته، هاڻي آئون تنهنجو علاج شروع ڪريان ٿو. جيئن تو کي معلوم ٿي وڃي، ته قدرت هر فرعون جي لاءِ موسيٰ کي پيدا ڪندي آهي. انسان کي نيڪي ۽ بدي جو بدلو ضرور ملندو آهي. جيڪڏهن انسان پنهنجو محاسبو ڪندو رهي ته ان کي پتو پوندو ته هر ڪم جو بدلو ضرور ملندو آهي. جيڪڏهن انسان پاڻ کان پڇاڻو ڪندو رهي ته پوءِ محاسبي واري ڏينهن يعني قيامت جي ان جي لاءِ ضرورت نه آهي. جيڪو شخص دنيا ۾ اشاراتِ خداوندي کي سمجهي ونندو ان جي لاءِ قيامت جي دڙڪن جي ضرورت ڪونه رهندي. جيئن ته انسان اشارن کي ڪونه سمجهندو آهي، انهيءَ ڪري مصيبتن ۾ مبتلا ٿيندو آهي بدي ۽ بُرائي تي زور هاجي جو سبب آهي. جيڪڏهن انسان جي برائي تي ان جي گرفت نه ٿي آهي ته اهو الله جو ڪرم آهي. ائين نه سمجهجي ته خدا کي ان جي برائي جو علم نه آهي. انسان جي هر فعل جو ان تي نتيجو مرتب ٿئي ٿو. جيڪڏهن انسان ان مرتبي کان وڌڻ جي ڪوشش ڪري ته مُراقب جي مرتبي سان وڌي سگهي ٿو.

**انسان جو خاڪي بدن**

ماڻهوءَ جو خاڪي جسم اُن لوهه وانگر آهي جيڪو عُمدي جوهر واري آئيني بنجڻ جي قابل آهي، تان ته دنيا ۾ بهشت، دوزخ ۽ قيامت وغيره جو معائنو ڪري وٺي. محض خيالي طريقي تي نه پر مشاهدي جي طريقي تي.

پس چو آہن گرچہ تیرہ ہیکلی
صیقلی کن صیقلی کن صیقلی

ترجمو: ”پوءِ جيئن ته تون لوهه وانگر ڪار ٻُوٿو آهين. رواٽ هڻ، رواٽ هڻ، رواٽ هڻ!“

انسان دل کي صاف ڪري ته مٿس آخرت مُنڪشف ٿي پوي ٿي. جيئن زنگيل لوهه سيقل (رواٽ) جي ذريعي صورتن کي قبول ڪرڻ جي قابل ٿي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح انسان جي دل مجاهدن جي ذريعي غيبي صورتن کي قبول ڪرڻ لڳندي آهي. انسان مجاهدن بجاءِ خواهشاتِ نفساني جي پويان آهي، جيڪڏهن انسان خواهشات کي ترڪ ڪري ته ان جي دل صيقل ٿي پوي.

قرآن پاڪ ۾ آهي ته: وَيَسْعَوْنَ فِي الْأَرْضِ فَسَادًا ۚ وَاللَّهُ لَا يُحِبُّ الْمُفْسِدِينَ (المائده. 64) ”اهي ماڻهو زمين ۾ فساد پکيڙين ٿا ۽ خدا فساد پکيڙڻ وارن کي پسند نٿو فرمائي.“ حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون کي چيو ته، هيستائين تو فساد

پکيڙيو آهي، هاڻي ائين نہ ڪر. مزاج ۾ جيڪا گندگي پيدا ٿي ويئي اٿئي، ان کي زائل ڪر ۽ ان ۾ آخرت جو مشاهدو ڪر. پاڻي جڏهن گندو ٿي پوندو آهي تہ ان جو ترو نظر ڪونہ ايندو آهي. انسان بہ هوا وانگر آهي، جڏهن هوا ۾ لَتَ شامل ٿي ويندي آهي تڏهن اها ڳري ٿي ويندي ۽ سج لاءِ پردو بنجي ويندي. انسان پنهنجي طبيعت کي صاف ڪري تہ اندر نظر ايندو. حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون جا لِڪل واقعا بيان فرمايا، تان تہ اهو الله تعاليٰ جي عليم ۽ خبير هجڻ تي ايمان آڻي.

**حضرت موسيٰ عليه السلام جو فرعون جا لڪل راز ٻڌائڻ ۽ ان حبشيءَ جي ڳالھ جنھن آئيني کي گندو ڪيو**

باکمال تیرگی حق واقعات

می نمودت تاروی راهِ نجات

ترجمو: ”مڪمل ڪارڻ جي باوجود الله تعاليٰ واقعا تنهنجي لاءِ رونما ڪري ٿو، تان تہ تون چوٽڪاري واري رستي تي هلين.“

جيتوڻيڪ تنهنجي دل تاريڪ آهي، پر خدا عبرت جي لاءِ گهڻا واقعا توتي رونما ڪيا، جيڪي پڌرا ٿيڻ وارا هئا. حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون کي چيو تہ، اهي واقعا توکي ان لاءِ ڏيکاريا ويا پئي تہ تون ظُلم ۽ ستم ڪرڻ ڇڏي ڏئين. پر توبه ۽ استغفار بجاءِ تو وڌيڪ ظلم ڪرڻ شروع ڪيا، اهي بُريون صورتون خود تنهنجون هيون، پر تون انهن کي پنهنجون نٿو سمجهين. تنهنجو مثال ان حبشيءَ وانگر آهي، جنهن آرسيءَ ۾ پنهنجي صورت ڏٺي تہ بجاءِ ان جي جو ان کي پنهنجي صورت سمجهي، هُن ان کي آئيني جي خرابي سمجهي ڪاوڙ مان آئيني کي پاخانو ٿڦي ڇڏيو ۽ آرسيءَ کي چوڻ لڳو تہ، تون ڪيتري قدر بدصورت آهين ۽ ان سلوڪ جي لائق آهين جيڪو توسان ڪيو اٿم.

اُن حبشيءَ جو اهو ظلم پنهنجي صورت تي هو، آئينو تہ روشن آهي، ان تي ظلم ڪونہ هو.

توکي ڪڏهن خواب ۾ پنهنجو سڙيل لباس نظر تي آيو، ڪڏهن تو ڏٺو ٿي تہ ڪو درندو توکي مارڻ جي لاءِ پويان آهي، ڪڏهن تو هي ڏٺو ٿي تہ پاخاني ۾ اونڌو ڪِريل آهين، ڪڏهن تو ڏٺو ٿي تہ رت واري پاڻيءَ ۾ ٻُڏل آهين، ڪڏهن تو خواب ۾ ڏٺو تہ ڇت تان ڪِريو آهين. ڪڏهن تو ڏٺو تہ زنجيرن ۾ قابو آهين ۽ تنهنجا ٻئي هٿ ٻڌل آهن، ڪڏهن تو ڏٺو تہ تنهنجي مٽي کي دُهل وانگر ڪُٽي رهيا آهن، ڪڏهن غيب مان آواز آيو ٿي تہ، تون بدبخت آهين، ڪڏهن جبلن مان آواز آيو ٿي تہ تون جهنمي آهين، ڪڏهن تون پٿرن مان پنهنجي دوزخي هجڻ جو آواز ٻڌندو هئين، ڪڏهن زمين جا ٻوٽا تنهنجي دوزخي هجڻ جي خبر ڏيندا هئا. انهن ڪان بہ وڌيڪ خراب ڳالهيون تو ٻڌيون آهن، جيڪي آئون شرم جي ڪري بيان نٿو ڪريان تہ متان تون اجا وڌيڪ ڪاوڙجي نہ وڃين. اهي مون تنهنجا ٿورا واقعا توکي ٻڌايا آهن، تان تہ توکي معلوم ٿي وڃي تہ مون کي سڀ ڳالهيون معلوم آهن. انهن واقعن ڪان تون ڪيستائين اکيون ٻوٽيندين؟ اجا توبه جو دروازو کليل آهي، تون پنهنجي بدڪرداريءَ ڪان بہ توبه ڪري سگهين ٿو. جيستائين سج اولهندي پاسان ڪونہ ايرندو تيستائين توبه جو دروازو کليل رهندو.

**توبه ۽ استغفار جو دروازو**

ہیں مکن زیں پس فراگیر اِحتراز

کہ زبخشایش درِ توبہ است باز

ترجمو: ”خبردار! هن ڪان پوءِ نہ ڪر، بچاءُ اختيار ڪر، ڇاڪاڻ تہ بخشش سان توبه جو دروازو کليل آهي.“

جنت جا اٺ دروازا آهن، جن مان هڪ توبه جو دروازو آهي، ان دروازي ڪان سواءِ ٻيا دروازا ڪنهن وقت ڪلندا

آهن، ڪڏهن بند هوندا آهن، پر توبه جو دروازو هميشه ڪليل رهندو آهي. اجا توبه جو دروازو ڪليل آهي. تمام جلد ان ڏانهن رجوع ڪرڻ گهرجي، ان جي بند ٿيڻ کان پوءِ آه و زاري ڪم ڪونه ايندي. حضرت موسيٰ عليه السلام فرمايو، اي فرعون! ان دروازي ڏانهن جلد رجوع ڪر.

**حضرت موسيٰ عليه السلام جو فرعون کي نصيحت قبولڻ ۽ فضيلتن حاصل ڪرڻ لاءِ چوڻ**

هين ز من بپذير يک چيز و بيار
پس ز من بستان عوض آن را چهار

ترجمو: "خبردار! منهنجي هڪ ڳالهه مڃ ۽ بجا آڻ، پوءِ مون کان ان جي بدلي ۾ چار وٺ!؟"

حضرت موسيٰ عليه السلام فرمايو ته، هڪ ڳالهه مڃ ۽ ان جي عيوض چار فضيلتون حاصل ڪر. فرعون چيو، اي موسيٰ! ان هڪ ڳالهه جي تشريح ڪر. حضرت موسيٰ عليه السلام فرمايو ته، اها هڪ ڳالهه هيءَ آهي ته تون توحيد جو قائل ٿي وڃ، ان الله کي آسمانن، ستارن، انسانن ۽ سڀني ڪائنات جو خالق مڃ. الله تعاليٰ هر انسان جي دل جو راز ڄاڻي ٿو.

فرعون چيو ته، اي موسيٰ! شايد آئون تنهنجي فضيلتن تي ايمان آڻيان، مون کي اهي چار شيون ٻڌاءِ جيڪي توحيد جو قائل هجڻ سان مون کي حاصل ٿينديون.

**حضرت موسيٰ عليه السلام طرفان چئن فضيلتن جي شرح**

گفت موسیٰؑ کاوّلين آن چهار
صحتے باشد تنت را پائيدار

ترجمو: "حضرت موسيٰ (عليه السلام) فرمايو، انهن چئن مان پهرين هي آهي ته تنهنجي جسم کي پائيدار صحت حاصل ٿيندي."

حضرت موسيٰ عليه السلام انهن چئن ڳالهين جو تفصيل بيان ڪيو، جيڪي ايمان جي عيوض فرعون کي حاصل ٿي پئي سگهيون: (١) جيتوڻيڪ تون هن وقت به صحتمند آهين، پر ايمان آڻڻ تي آئنده صحتمند رهڻ جو وعدو آهي. (٢) ٻي ڳالهه جيڪا توکي حاصل ٿيندي اها وڏي عمر آهي. نيٺ موت ته ايندو پر اهڙي حالت ۾ ايندو جو تون دنيا مان بامقصد ويندين. توکي پوءِ مرڻ جي اهڙي تمنا ٿيندي جهڙي ٻار کي کير جي هوندي آهي. دنيا مان تنگ ٿي مرڻ جي تمنا ڪونه هوندي، پر تون اهو سمجهندين ته جيستائين جسم ويران نه ٿيندو ان اندر مدفون خزانو هٿ ڪونه ايندو. جسماني زندگي کي تون معرفت جي خزاني لاءِ پردو سمجهندين. تون سمجهندين ته معرفت جو چنڊ هن جسم جي ابرو (پروڻ) ۾ لِڪل آهي. جيڪي ماڻهو جسم پروري ۾ لڳل آهن، انهن جو مثال ان ڪيڙي وانگر آهي، جيڪو هڪ پن کي چنبڙيو پيو آهي ۽ ان جي ڪري اهو انگور جي لذتن کان محروم آهي. جڏهن خدا جي ڪرم سان اهو ڪيڙو بيدار ۽ سجاڳ ٿي ويندو تڏهن جهل ۽ ناداني جي ارڙ نانگ کي به ڳهي ويندو.

**"كُنتُ كَنزاً مَخفِيا..." جو تفسير: "آءٌ لڪل خزانو هوس، پوءِ مون چاهيو ته آءٌ سڃاتو وڃان"**

خانه بر کن کز عقيق اين يمن
صد هزاران خانه شايد ساختن

ترجمو: "گهر اکيڙي ڇڏ! يمن جي هن عقيق سان لکين گهر بنائي سگهجن ٿا"

مخلوق مان خدا جي معرفت جو مطلب هيءُ آهي ته انسان خدائي صفتون حاصل ڪندو آهي، پوءِ ان جي ذريعي

خدا جي صفتن جي معرفت ٿيندي آهي. هتي شعر ۾ يمن مان مراد قلب ۽ روح آهي ۽ عقيق مان مراد حڪمت آهي. مطلب تہ مجاهدن جي ذريعي جسم کي فنا ڪرڻ کان نہ مڙ، خزانو هٿ اچي وڃي تہ هن ويران گهر جهڙا سوين اُن جي ذريعي تعمير ڪري سگهجن ٿا. نيٺ جسم کي فنا ٿيڻو آهي، پر مزدوري محنت سان ملندي آهي، جيڪڏهن ان جي فنا ڪرڻ ۾ تنهنجي محنت شامل نہ آهي تہ غيبي خزانا تنهنجي مزدوريءَ ۾ توکي ڪونہ ملندا،محنت نہ ڪندين تہ مزدوري نہ آهي. انهيءَ ڪري انسان کي ان جي محنتّ ۽ ڪوشش جو ئي ثمر ملي ٿو. جڏهن خزانو ظاهر ٿيندو ۽ اهو تنهنجو ڪونہ هوندو، تڏهن افسوس ڪندين. اُن وقت نصيحت تي عمل نہ ڪرڻ سان تون افسوس ڪندين ۽ سمجهندين تہ جسم جو هڪ داڙو هن ڪري حاصل ڪرڻ ۾ رڪاوٽ بڻيو. هيءُ جسم جو گهر تنهنجي ملڪيت نہ آهي، هيءُ هڪ مسواڙي ۽ عارضي گهر آهي. اها ڪرايہ داري موت تائين آهي ۽ ان جي لاءِ تہ تون عمل ڪرين ٿو. ڪاڏي پيتي جي ذريعي تون جسم کي درست ڪرين ٿو ۽ هي نٿو سمجهين تہ ان ۾ دڪان مدفون آهن. انسان جي بک اُڃ جسم جو پڇڻ پُرڻ آهي ۽ کائڻ پيئڻ اُن جي رفوگري ۽ مرمت آهي. هي عارضي جسم آهي، ان مان فائدو حاصل ڪر ۽ ان جي صورت هيءَ آهي تہ مجاهدن جي ذريعي ان کي فنا ڪر. هڪ وقت ايندو جو اهو عارضي جسم توکان ورتو ويندو ۽ تون ان کان محروم ٿي ويندين ۽ تون افسوس ڪندين ۽ چوندين تہ آئون خزاني کان محروم ٿي ويس ۽ مون آبِ حيات کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو.

**انسان جو پنهنجي ذهانت ۽ پنهنجي طبعي تصورن کان دوکو کائڻ**

*ديدم اندر خانه من نقش و نگار*

*بودم اندر عشقِ خانه بے قرار*

ترجمو: ”مون گهر ۾ نقش و نگار ڏٺا، آئون گهر جي عشق ۾ بيقرار هوس.“

انسان پنهنجي ذهانت ۽ عقلمنديءَ جي ڀروسي تي علم نبوت کان محروم رهجي وڃي ٿو. نيٺ ان کي افسوس ڪرڻو پوي ٿو تہ، هُو جاءِ جي نقش و نگار ۾ مصروف ٿي ڪري ان جي خزاني کان محروم ٿي ويو. پوءِ افسوس سان ان کي چوڻو پوندو تہ آئون گهر جي نقش و نگار (سينگار) ۾ ڦاٿجي ويس ۽ خزاني کان محروم رهجي ويس.

**حضرت موسيٰؑ طرفان چئن فضيلتن جي تشريح مڪمل ڪرڻ**

*بس کن اے موسیٰؑ بگو وعده سُوم*

*که دلِ من ز اضطرابش گشت گم*

ترجمو: ”اي موسيٰ (؏) بس ڪر، ٽيون وعدو ٻڌاءِ، ڇاڪاڻ تہ منهنجي دل ان جي پريشانيءَ ۾ گم ٿي وئي آهي.“

هيستائين مولانا جي تقرير حضرت موسيٰؑ جي زباني هئي، هاڻي فرعون چيو تہ، تقرير ختم ڪر ۽ ٽين ڳالهہ ٻڌاءِ؟! حضرت موسيٰؑ فرمايو، تون ايمان آڻيندين تہ توکي ٻنهي جهانن جي ٻيڻي بادشاهت حاصل ٿيندي، جنهن ۾ توکي ڪنهن دشمن جو ڊپ ڪونہ هوندو. ڪفر جي حالت ۾ توکي ايترو وڏو ملڪ ڏنو اٿس، جيڪڏهن تون صُلح ڪرين ۽ ايمان آڻين تہ پوءِ ڏس تہ توکي ڪيتري وڏي سلطنت حاصل ٿئي ٿي. ايمان آڻڻ تي چوٿين شيءِ جيڪا توکي ملندي اها هيءَ آهي تہ باقي رهيل عمر ۾ بہ توُن جوان رهندين.

**”ڪلموا الناس عليٰ قَدرِ عُقولهم...“ ماڻهن سان سندن سمجهہ مطابق ڳالهائڻ جو بيان**

حضور ڪريم ﷺ جو ارشاد آهي تہ، ماڻهن سان دين جون اهڙيون ڳالهيون ڪريو جيڪي انهن جي سمجهہ مطابق هجن، ورنہ اهي انهن ڳالهين جي تڪذيب ڪندا.

چونکه باکودک سروکارم فتاد
هم زبانِ کود کاں باید کُشاد

ترجمو: ”جيئن تہ منهنجو واسطو ٻار سان پئجي ويو، مون کي ٻارن جي ٻولي ٻولڻ گهرجي.“

ٻارن سان ٻاراڻيون ڳالهيون ڪيون ويندريون آهن: تون اسڪول وڃ، تو لاءِ پڪي آڻيندس! اخروٽ ۽ پستا آڻيندس.

**حضرت عُڪاشه رضي الله عنه جي ڳالهه**

حضرت عڪاشه رضي الله عنه مشهور صحابي آهي. هڪڙي ڏينهن حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: منهنجي امت ۾ ڪجهه ماڻهو اهڙا هوندا جيڪي بنا حساب ڪتاب جي جنت ۾ داخل ٿيندا. حضرت عڪاشه رضي الله عنه عرض ڪيو تہ، يا رسول الله! دعا فرمايو تہ، آئون بہ انهن ماڻهن مان هجان. تڏهن حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم ڪيس بشارت ڏني ۽ فرمايو تہ تون بہ انهن مان هوندين.

**”بَشرنِي بِخُروجِ الصَفر...“ جي معنيٰ**

هن حديث جو مطلب تہ جيڪو مون کي صفر جي نڪري وڃڻ جي خوشخبري ڏيندو. آئون ان کي جنت جي خوشخبري ڏيندس. ان باري ۾ حضرت عڪاشه رضي الله عنه جي سبقت

احمدِ آخر زماں را انتقال
دَر ربیع الاول آمدے جدال

ترجمو: ”نبيءَ آخر الزمان احمد صلي الله عليه وسلم جو انتقال ربيع الاول ۾ ٿيو، ان ۾ ڪو اختلاف ناهي.“

اهل سنت هِن ڳالهه تي متفق آهن تہ حضور صلي الله عليه وسلم جي وفات ربيع الاول مهيني ۾ ٿي آهي. وفات جي وقت حضور صلي الله عليه وسلم هي جملو فرمائي رهيا هئا: اَللّٰهُمّ بِالرّفِيقِ الاَعلىٰ: ”هاڻي آئون رفيقِ اعليٰ وٽ وڃڻ چاهيان ٿو.“ حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو جيڪو صفر جي مهيني ختم ٿيڻ ۽ ربيع الاول جي اچڻ جي خوشخبري ڏيندو آئون قيامت ۾ ان جو سفارشي بنجندس. جڏهن صفر جو مهينو ختم ٿيو تہ حضرت عُڪاشه رضي الله عنه عرض ڪيو تہ: سائين ربيع الاول جو چنڊ نظر آيو آهي. ڪنهن ٻئي صحابي بہ صفر ختم ٿيڻ جي خوشخبري ڏني، پاڻ صلي الله عليه وسلم فرمايائون تہ، عُڪاشه رضي الله عنه بازي کٽي ويو. جن ماڻهن کي آخرت جي نعمتن جو مشاهدو ٿي ويندو آهي، اهي دنيا مان منتقل ٿيڻ تي خوشي محسوس ڪندا آهن ۽ جيڪي ماڻهو دنيا ۾ رهڻ تي خوش ٿيندا آهن، اهي ٻاراڻي طبيعت جا آهن. ايمان آڻڻ تي جيڪي انعام ملندا، حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون کي اهي شمار ڪرائيندو رهيو. حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون کي چيو، تون ايمان آڻيندين تہ تنهنجو اقبال رهندو. فرعون نصيحتون ٻڌي چيو تہ، جيستائين آئون پنهنجي زال سان مشورو نہ ڪندس ان وقت تائين ڪو جواب نٿو ڏئي سگهان.

**حضرت موسيٰ عليه السلام تي ايمان آڻڻ ۾ حضرت آسيہ سان فرعون جو مشورو ڪرڻ**

باز گفت او ایں سُخن با آسیہ
گفت جاں افشاں بریں اے دل سیہ

ترجمو: ”پوءِ هن اهي ڳالهيون (حضرت) آسيہ سان ڪيون، جنهن فرمايو تہ، اي سياه دل! اُن تي جان قربان ڪر.“

حضرت آسيہ جيڪا فرعون جي زال هئي، ان فرمايو تہ، حضرت موسيٰ عليه السلام جي نصيحتن تي عمل ڪر. پوک

جو وقت اچي ويو آهي. پوءِ هيئن چئي روئڻ لڳي ته: وقت هٿان نه وڃاءِ. پاڻ جهڙي گنهگار تي الله جي رحمت ڏسي تنهنجو پٽو ڪونه ڦاٽو! جيڪڏهن ڦاٽي وڃي ها ته ٻنهي جهانن جي ڪاميابي هئي، جيڪو پٽو الله جي لاءِ ڦاٽي پوي ان ڪي شهيدن وانگر خدا جي طرفان غذا ملندي آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام جي دعوت قبول ڪرڻ ائين آهي جيئن هڪ گل جي عيوض باغ خريد ڪيو وڃي.

حديث ۾ آهي ته: مَن كَانَ لِلّٰهِ كَانَ اللّٰهُ لَهُ: "جيڪو شخص الله جو ٿيو الله ان جو ٿيو." حديث قدسيءَ ۾ آهي ته: مَن اَحَبَّنِى قَتَلتُهُ وَمَن قَتَلتُه، فَاَنَا دِيتُه: "جيڪو مون سان محبت ڪندو آهي، آئون ان ڪي قتل ڪندو آهيان ۽ آئون جنهن ڪي قتل ڪندو آهيان. ان جو بدلو آئون خود آهيان." جيڪو قطرو دريا ۾ ملي ويو بظاهر اهو فنا ٿيو پر حقيقت ۾ اهو زياده محفوظ ٿي ويو آهي. پنهنجي ذات ڪي فنا ڪري ذات باري ڪي حاصل ڪرڻ ائين آهي جيئن ڦُڙي جي عيوض سمنڊ حاصل ڪرڻ. قطري جو دريا ۾ ملڻ قطري جي عزت آهي. اها سعادت پنهنجي طاقت سان حاصل ڪونه ٿيندي آهي. جڏهن درياءِ وحدت خود دعوت ڏئي رهيو آهي ته هاڻي نٽ نٽاء ڇو ٿو ڪرين؟

قطرو ڏيئي جواهرن سان ڀريل دريا خريد ڪري وٺ. جيئن حضرت موسيٰ عليه السلام چوي ائين ڪرڻ گهرجي. پنهنجي هستيءَ ڪي ترڪ ڪري قُرب حاصل ڪرڻ گهرجي. حضرت موسيٰ عليه السلام جي دعوت قدرتي اشارو آهي. ان مان منور ٿيڻ گهرجي. حضرت آسيه فرمايو ته، تون هن وقت تائين آڏي چال چلي رهيو آهين ۽ گناهن ۾ سربلندي حاصل ڪندو رهيو آهين. ان تي الله جو شڪر ادا ڪر جو هن وقت تائين سندس گناه تنهنجي رسوائيءَ جو سبب ڪونه بنيا آهن. اها ايمان جي سعادت قوتِ بازو سان نٿي حاصل ڪري سگهجي. حضرت آسيه جون ڳالهيون ٻڌي فرعون چيو ته، آئون اِن معاملي ۾ هامان وزير سان مشورو ڪندس.

### بادشاهه جي باز ۽ ڪراڙيءَ جو قصو

باز اسپید بکم پیر دہی
اوبُرد ناخنش بہر بہی

ترجمو: "هڪ اڇو باز تون ان ڪراڙيءَ ڪي ڏئي رهيو آهين، جيڪا ڀلائي جي لاءِ اُن جا نُنهن ڪَٽي ڇڏيندي."

اڇو باز تمام قيمتي هوندو آهي ۽ باز جي سيني هنرن جو مدار ان جي چنبن تي آهي. ڪراڙيءَ عورت چوڻ لڳي ته، هن جي ماءُ ڪيڏانهن ويئي، جو هن جا ننهن ايتري قدر وڌي ويا آهن. سو، اُن پوڙهيءَ اُن باز جا پر ، ڇُنب ۽ چنبا ڪٽي ڇڏيا. هن، باز لاءِ شوربي جهڙو ڪاڌو تيار ڪيو، باز اهو ڪاڌو نه پيو کائي ته، پوڙهيءَ ڪي اچا وڏيڪ ڪاوڙ لڳي. محبت ختم ٿي ۽ ڪُراڙي باز ڪي چوڻ لڳي ته، جيڪڏهن توکي خميري واري ماني پسند نه آهي ته هيءَ ڪاءُ؟ باز جي طبيعت انهن شين ڪي قبول نٿي ڪري. باز جي اکين مان ڳوڙها وهن ٿا. باز جون نازنين اکيون، جن سان هو بادشاهه جو ديدار ڪندو هو، اڄ ڳوڙها ڳاڙين ٿيون!

مولانا فرمائي ٿو ته، باز مان مراد الله جو اهو ڪامل ٻندو آهي، جيڪو مخالف جاهلن ۾ ڦاسي پوي ٿو. اهڙي عارف ڪامل جون اکيون محسوسات مان لنگهي مغيبات مان لطف اندوز ٿينديون آهن. اُن جا اهي ڳوڙها ايتري قدر قيمتي هوندا آهن، جو انهن ڪي حضرت جبرئيل عليه السلام ڪٺندو آهي ۽ تبرڪاً پنهنجي جسم تي ملیندو آهي. اهو ڪامل بندو دشمن جي هٿان تڪليف برداشت ڪرڻ باوجود چوندو آهي ته، مخالفن جي ڪاوڙ سان منهنجي استقلال تي ڪو فرق نٿو پئجي سگهي. جيڪڏهن مادي جسم هلاڪ به ٿي وڃي ته ڪهڙي پرواهه آهي. ان جو مثال ته حضرت صالح عليه السلام جي ڏاچيءَ جهڙو آهي. خصوصيت حضرت صالح عليه السلام ۾ هئي، نه ڪي ڏاچيءَ ۾. خداوندي غيرت ڏاڍي بردبار آهي، ورنه اهڙي طرح جا غيبي راز افشا ڪرڻ سان ڏٺي تعاليٰ ايتري قدر غضبناڪ ٿي ويندو آهي، جو چاهي

تہ عالم کي تباھ ڪري ڇڏي!

فرعون جو شاهي تڪبر نصيحت قبول ڪرڻ کان مانع رهيو. تڪبر جي ڪري هن چيو تہ، آئون پنهنجي وزير هامان سان مشورو ڪندس. هم جنس پنهنجي هم جنس سان مشورو ڪري ٿو. حضور ﷺ جو مُشير حضرت ابوبڪر رضي الله عنه هو ۽ ابوجهل جو مُشير ابولهب هو. جنس پنهنجي جنس ڏانهن لاڙو ڪندي آهي.

## حضرت علي المرتضيٰ کي ٻار کي حفاظت سان هيٺ لاهڻ لاءِ سندس امڙ جي گذارش

يک زنے آمد بہ پيش مرتضيٰ
گفت شُد بر ناوداں طفلے مرا

ترجمو: ”هڪ عورت (حضرت علي) مرتضيٰ وٽ آئي ۽ چيائين تہ، منهنجو ٻار ڇت جي ناري تي چڙهي ويو آهي.“

جيڪڏهن آئون ان کي سڏيان ٿي تہ نٿو اچي، ڇڏيان ٿي تہ خطرو آهي، ڪِري نہ پوي، ننڍو ٻار آهي. اشارا بہ نٿو سمجهي، مون ان کي کير واري ڇاتي بہ ڏيکاري، پر هو منهن ڦيري ڇڏي ٿو.

حضرت علي رضي الله عنه مشورو ڏنو تہ. هڪ ٻيو ٻار ڇت تي ڇڏيو وڃي تہ ناري تي ٻيٺل ٻار وٽس هليو ايندو. ان عورت حضرت علي رضي الله عنه جي مشوري تي عمل ڪيو تہ اهو ٻار ناري تان لهي ڇت تي اچي ويو. جتان پوءِ آسانيءَ سان ڪيس هيٺ لاٿو ويو. جيئن تہ هر شيءِ پنهنجي جنس ڏانهن مائل ٿيندي آهي، انهيءَ ڪري انسانن لاءِ انسان پيغمبر بنايا ويا.

حضور ﷺ فرمايو آهي تہ: آءٌ توهان وانگر انسان آهيان. جيڪو طبلگار هوندو آهي، اُن کي اُن جي جنس پاڻ ڏانهن ڇڪيندي آهي. حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ حضرت ادريس عليه السلام آسمان تي گُهرايا ويا، جيئن تہ اهي ملائڪن جا هم جنس هئا. هاروت ۽ ماروت ملائڪ هئا، پر انسانن جا هم جنس هئا، آسمان تان زمين ڏانهن موڪليا ويا. ڪافر شيطان جا هم جنس آهن، انهيءَ ڪري اُنهن کان گنديون عادتون سکن ٿا. حسد شيطان جي خصلت آهي جيڪا ڪافرن ان کان سکي آهي، شيطان جيئن تہ پنهنجو سڀ ڪجھ تباھ ڪري چُڪو آهي، انهيءَ ڪري اهو ڪنهن جي نيڪيءَ کي برداشت نٿو ڪري ۽ ڪنهن جي نيڪيءَ جي شمع کي روشن نٿو ڏسي سگهي. جيڪڏهن انسان وٽ ڪمال نہ هوندو آهي تہ ٻين تي حسد ڪندو آهي ۽ ٻين جي ڪمال کي ڏسي ڪري غم ۾ مبتلا ٿيندو آهي، حسد خدا ئي دفع ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن انسان پنهنجي احوال ۾ مشغول ٿيندو تہ ڪيس ٻين کي ڏسڻ جو موقعو نہ ملندو آهي ۽ هو حسد کان محفوظ رهندو آهي.

خدا گهٽين شين ۾ اها خاصيت رکي آهي، جيڪا ٻين ۾ مشغول ٿيڻ کان محفوظ ڪندي آهي. مجنون ليليٰ جي ظاهر تي عاشق ٿي ڪري ٻين کان غافل ٿي ويو هو. ڀنگ بہ ٻين کان بي نياز ڪري ڇڏيندي آهي. الله تعاليٰ دنيا ۾ گهٽيون شيون اهڙيون پيدا فرمايون آهن، جيڪي ٻين جي احوال کان غافل بنائي ڇڏينديون آهن. نفس اهڙين مستين ۾ مبتلا رهندو آهي جو نئين واٽ کان ڀٽڪي ويندو آهي. عقل اهڙين مستين ۾ رهندو آهي، جنهن سان اهو ابدي مقام حاصل ڪندو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ اُن جي پرواز آسمانن کان مٿي ٿي ويندي آهي. انسان کي مستين ۾ فرق ڪرڻ گهرجي. هر مستي محمود نہ آهي. حضرت عيسيٰ عليه السلام جي مستي ۽ خرِ عيسيٰ جي مستي الڳ آهي. هر سونهين جي صحبت ۾ ڪشش هوندي آهي، پر هر ڪشش جو صحيح هجڻ ضروري نہ آهي، سالڪ کي امتياز ڪرڻ گهرجي ۽ اها ڪشش اختيار ڪرڻ گهرجي جيڪا خالص هجي، جيڪا ڪشش خدا ڏانهن وٺي وڃي، اها اختيار ڪرڻ گهرجي. انبياء جو تعلق ملاءِ اعليٰ سان هوندو آهي. انهيءَ ڪري ملائڪ انهن تائين پيغام آڻيندا آهن. هو اِ باھ جو عروج مٿي ڏانهن آهي، خالي پيالي کي جيڪڏهن مُنهن بند ڪري پاڻيءَ ۾ ٻوڙيو وڃي تہ جيئن تہ اُن ۾ هوا ڀريل آهي،

انهيءَ ڪري اهو هيٺ ڪونہ ويندو. اها هوا اُن پيالي کي پاڻيءَ ۾ هيٺ وڃڻ ڪونہ ڏيندي. انبيائن جا هم جنس روح ساٿن پاڇي وانگر گڏ رهندا آهن، اهڙن ماڻهن ۾ عقل جو غلبو هوندو آهي ۽ عقل ملائڪن جي هم جنس آهي ۽ نفساني خواهشن جو لاڙو پاتال ڏانهن آهي.

فرعون جو وزير اسرائيلي هجڻ باوجود فرعون جو هم جنس هو. انهيءَ ڪري فرعون ان کي مشوري جي لاءِ منتخب ڪيو. توڙي جو هامان جي مشوري سان فرعون تباهيءَ جي کڏ ۾ ڪِريو. دوزخ ۽نور ۾ تضاد آهي ۽ دوزخ ايمان جي نور کان مُتنفر ۽ نور دوزخ کان متنفر آهي.

**حديث آهي تہ "قيامت ۾ جهنم مؤمن کي چوندو تہ جلد لنگهي وڃ، منهنجي باھ تي وسائجي."**

هن حديث مان نور ۽ نار جي تضاد کي سمجهائڻ مقصود آهي.

بگذر اے مومن کہ نورت می کُشد
آتشم را چوں کہ دامن می کشد

ترجمو: "اي مومن! جلدي لنگهي وڃ، ڇاڪاڻ تہ تنهنجو نور منهنجي باھ کي وسائي ٿو. جڏهن اهو ناز مان هلندو آهي."

جنهن وقت مومن پلصراط تان لنگهندو، تڏهن جهنم ايئن چوندو. ڇاڪاڻ تہ نور نار جو هم جنس نہ آهي، هر انسان ۾ جنسيت جو جذبو هوندو آهي، غور ڪرڻ گهرجي تہ ان ۾ ڪفر جي ڪشش آهي يا دين جي ڪشش آهي. جيڪڏهن انسان هامان ڏانهن مائل آهي تہ اهو هامان جي جنس مان آهي ۽ جيڪڏهن موسيٰ عليه السلام ڏانهن لاڙو اٿس تہ اهو انسان الله وارو آهي. جيڪڏهن انسان جو خير ۽ شر ٻنهي ڏانهن لاڙو آهي تہ معلوم ٿيو تہ اُن ۾ نفس ۽ عقل جي ڪشمڪش جاري آهي. اهڙي انسان کي ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ ان تي عقل جو غلبو رهي. ان ڪشمڪش ۾ ڪاميابي هيءَ آهي تہ انسان هر وقت نفس کي مغلوب رکي. جنهن جي طبيعت فرعوني هوندي، اهو ان نصيحت کي قبول ڪونہ ڪندو.

**فرعون جو حضرت موسيٰ عليه السلام تي ايمان آڻڻ جي باري ۾ پنهنجي وزير هامان سان مشورو ڪرڻ**

آں ستیزه رُو بسختی عاقبت
گفت با ہاماں برای مشورت

ترجمو: "نيٺ هن سختيءَ سان جهڳڙي ڪرڻ واري، مشوري جي نيت سان هامان کي چيو..."

حضرت موسيٰ عليه السلام ايمان آڻڻ تي جيڪي وعدا ڪيا هئا، اهي سڀ فرعون هامان کي ٻڌايا. هامان ڪاوڙ مان پنهنجو گريبان ڦاڙي ڇڏيو ۽ چيائين: موسيٰ کي ڪيئن جرئت ٿي جو تو جهڙي شاھ سان اهڙيون ڳالهيون ڪري؟ "هامان فرعون کي چيو تہ، تو سڄي جهان کي پنهنجي فرمان جي تابع بنايو آهي ۽ سلطنت جي معاملن کي سون وانگر چمڪدار ڪيو آهي. دنيا جا بادشاه تنهنجي در جي خاڪ چٽڻ پاڻ لاءِ فخر سمجهن ٿا ۽ مخالف لشڪر اسان جو لشڪر ڏسي پٺي ويندو آهي، تون هن وقت تائين معبود بنيل آهين، ماڻهو توکي سجدو ڪن ٿا. ڇا، هاڻي تون غلامن جو غلام بنبين؟ اهڙي زندگيءَ کان هزارين باهيون بهتر آهن. موسيٰ عليه السلام تي ايمان آڻڻ کان اڳ ۾ مون کي قتل ڪري ڇڏ، تان تہ تنهنجي اها رسوائي ۽ ذلت منهنجون اکيون نہ ڏسن. ايئن ڪڏهن ڪونہ ٿيو آهي جو بادشاه غلام ۽ غلام بادشاه بڻيو هجي. اهي اسرائيلي جيڪي هن وقت تائين اسان جا غلام آهن، پوءِ اهي حڪومت ۾ شريڪ بنجي ويندا. ان حالت ۾ دوست رنجيده ۽ دشمن خوش ٿيندا ۽ اسان جو عيش عشرت خاڪ ۾ ملي ويندو!

**فرعون عليہ اللعنة سان هامان جي ڳالهين جي ڪمزوري:**

دوست از دشمن همی نشناخت اُو

نرد را کورا نہ کژمی باخت او

ترجمو: ”هو دوست ۽ دشمن کي ڪونہ سڃاڻندو هو، اُن انڌائي جي ڪري هن اُبتي بازي ڪيڏي.“

هامان کي دوست ۽ دشمن ۾ تميز ڪونہ هئي، انهيءَ ڪري هن ابتي ڪيڏ ڪيڏي. تون پنهنجو دشمن پاڻ آهين. بي قصور ماڻهن کي دشمن نہ سمجهہ. تون هن دنيا کي دولت سمجهين ٿو، جنهن جي ابتدا ڊوڙ ڊُک آهي، پڇاڙيءَ ۾ لت هٽي هلي ويندي آهي. جيڪڏهن خود انسان دنيا کي نٿو ڇڏي تہ بہ دنيا اُن کي ڇڏي ڏيندي آهي. دنيا گهڻن بادشاهن کي قتل ڪيو آهي، دنيا ناپائيدار آهي، اها ٻين کي ڪيئن پائيداري ڏيندي. مجبوريءَ جي ڪري ڪجهہ انسان تنهنجي تعظيم ڪن ٿا، جنهن سان تون دوکي ۾ پئجي ويو آهين. ماڻهن جي تعظيم هڪ زهر آهي، جيڪو انسان جي روح کي ماري ڇڏيندو آهي. خود سجدي ڪرڻ وارا بہ ان زهر کان متاثر ٿيندا آهن ۽ ڪين اُن زهر جو پتو تڏهن پوندو آهي، جڏهن ڪين هوش ايندو آهي. جيڪي ماڻهو دنيا ۾ عاجزي اختيار ڪندا آهن، اهي وڏا خوشنصيب آهن. تڪبر هڪ زهر مليل شراب آهي. تڪبر جو شراب پي ڪري ڪجهہ دير انسان مستيءَ جو اظهار ڪندو آهي، ٿوري دير کان پوءِ اهو زهر اثر ڏيکاريندو آهي. هيءَ قوم تڪبر جي زهر سان هلاڪ ٿي آهي. تڪبر جي زهر هجڻ جو هڪ مثال هيءُ بہ آهي تہ بادشاهہ پنهنجي تڪبر جي ڪري ماريو ويندو آهي ۽ زخمي سپاهي بچي ويندو آهي. ان بادشاهہ جي مارجي وڃڻ جو سبب ان جو زهر تڪبر آهي. ذاڙيل بہ متڪبر مالدار کي ڦريندو آهي. بگهڙ بہ متڪبر ۽ زنده بگهڙ ماريندو آهي. ٻيڙيءَ جي شڪستہ حالي ان جي نجات جو سبب آهي.

انسان کي بہ شڪستہ حال هجڻ مناسب آهي. جنهن جبل ۾ ڪاٽيون هونديون آهن، ان جي ڪوتائي ٿيندي آهي. تڪبر واري سنگ جو ڪنڌ ڪپيو ويندو آهي. پاڇو پست شيءِ آهي. اُن تي تلوار ڪونہ هلائبي آهي. سڌي زمين کي تيرن جو نشانو ڪونہ بنائبو آهي. زمين مان مٿو ٻاهر ڪيندڙ شيءِ ئي نشانو بنبي آهي. تڪبر ۽ خودي هڪ اهڙي چاڙهي آهي جنهن تان ماڻهو ترڪي ڪري مرندو آهي. تڪبر جا اهي نقصان تہ فروعي آهن، بنيادي ڳالهہ هيءَ آهي تہ تڪبر حقيقت ۾ خدا سان شرڪت جي دعويٰ آهي. وحدت الوجود جي نظرئي مطابق جيڪڏهن تو پاڻ کي فاني نہ بنايو ۽ بقا بالله حاصل نہ ڪيئي تہ تون خدا جو باغي آهين. جڏهن توکي بقا بالله جو مقام حاصل ٿي وڃي تہ، پوءِ تنهنجو وجود خدا جو وجود آهي ۽ اها خالص توحيد آهي. وحدت الوجود جي مسئلي جي تشريح گفتگو جي ذريعي ممڪن نہ آهي، اهو مقام حاصل ٿيڻ سان ان جي حقيقت سمجهہ ۾ ايندي آهي. ان مسئلي جي متعلق جيڪڏهن آئون پنهنجا پورا خيال ظاهر ڪريان تہ ماڻهن جا جگر پاٽي بنجي ويندا، انهيءَ ڪري انهن اشارن تي اڪتفا ڪريان ٿو جيڪي عقلمندن لاءِ ڪافي آهن.

مطلب تہ فرعون هامان سان مشورو ڪيو، جنهن سندس هدايت جي راهہ بند ڪئي. ممڪن هو تہ فرعون هدايت حاصل ڪري وٺي ها پر هامان ان جي بربادي‌ءَ جو سبب بنجي ويو. خدا اهڙو وزير ڪنهن بادشاهہ کي نہ ڏي، جيڪو بربادي‌ءَ جو سبب بنجي.

**فرعون جو هامان جي ڳالهين ۾ ڦاسڻ ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام جو فرعون جي ايمان آڻڻ کان مايوس ٿيڻ**

گفت موسیٰؑ لطف بنمودیم وجود

خود خداوندیت را روزی نبود

ترجمو: ”حضرت موسيٰ عليہ السلام فرمايو: اسان مهرباني ۽ سخاوت ڪئي پر آقائي تنهنجي مقدر ۾ ڪانہ هئي.“

حضرت موسيٰ عليه السلام فرمايو تہ: اسان ڪيس ابدي سلطنت ڏيڻ ٿي گهري پر اها فرعون جي مقدر ۾ ڪونہ هئي. غلط قسم جي آقائي هٿن پيرن ڪان سواءِ هوندي آهي. جيڪا آقائي انسان جي عطا ڪيل آهي، اها انسان واپس وٺندا آهن. انسانن جي عطا ڪيل آقائي غلاميءَ کان بدتر آهي. اها آقائي جيڪا خدا جي طرف کان ملي اها پائيدار ۽ متفق عليہ هوندي آهي.

**عرب سردارن جو تڪرار ختم ڪرڻ لاءِ حضور اڪرم ﷺ کي ملڪ ورهائڻ جو مشورو.**

آن اميرانِ عرب گرد آمدند

نزدِ پيغمبرؐ منازع مي شُدند

ترجمو: ”عرب جا سردار جهڳڙو ڪندي پيغمبر ﷺ وٽ گڏ ٿيا...“ عرب سردارن حضور ﷺ کي چيو: ملڪ تقسيم ڪيو وڃي، توهان پنهنجي حصي تي حڪومت ڪريو. اسين پنهنجي حصي تي حڪومت ڪريون. هر شخص پنهنجي حصي تي حڪومت ڪري. توهان اسان جي حصي تان دستبردار ٿي وڃو.

حضور ﷺ فرمايو تہ الله تعاليٰ مون کي پوري ملڪ جي سرداري عنايت ڪئي آهي. الله سائين فرمايو آهي: هي احمد ﷺ جو دور آهي، ان جو حڪم مڃو ۽ پرهيزگار بڻجو. انهن سردارن حضور ﷺ کي عرض ڪيو تہ اسين بہ سردار آهيون ۽ اسان جي سرداري بہ خدا جو عطيو آهي. حضور ڪريم ﷺ فرمايو تہ: منهنجي سرداري ابدي آهي ۽ اوهان جي دنياوي ۽ عارضي آهي. سردارن چيو: توهان پنهنجي ابدي سرداري تي ڪو دليل پيش ڪريو؟

**سيلاب جو اچڻ ۽ ان کي روڪڻ لاءِ سردارن جو ڪاني اڇلائڻ ۽ مصطفيٰ ﷺ جو مٿن غالب اچڻ**

هن قصي مان هي ٻڌائڻ مقصد آهي تہ حضور ﷺ جي هڪ معمولي لٺ سان پاڻي جو سيلاب رڪجي ويو ۽ اهو معجزو حضور ﷺ جي ابدي سرداريءَ جو دليل بڻيو.

در زمان اَبرے بر آمد ز اَمرِ مُر

سيل آمد گشت آن اطراف پُر

ترجمو: ”فورن سخت حڪم سان هڪ ڪڪر آيو، سيلاب آيو ۽ پاسا پاڻيءَ سان ڀرجي ويا.“

جڏهن ٻين سردارن پنهنجا نيزا اُڇلايا تہ انهن کي پاڻي پاڻ سان لوڙهي کڻي ويو پر حضور ﷺ جن هڪ ننڍڙي ڪاني اُڇلائي تہ ٻوڏ رڪجي ويئي.

حضور ﷺ فرمايو، هن وقت تائين منهنجي سرداري توهان تي لڪل هئي پر هاڻي واضح ٿي ويئي. حضور ﷺ جي لٺ سان سيلاب جو رڪجي وڃڻ ابدي هجڻ جو دليل آهي. ٻين سردارن تہ ايمان آندو پر ابوجهل، ابولهب ۽ ابوسفيان ايمان ڪونہ آندو ۽ حضور ﷺ کي جادوگر ۽ ڪاهن چوڻ لڳا.

اي مخاطب! جيڪڏهن تو اها ڪاني ۽ نيزا اکين سان ڪونہ ڏٺا تہ خير آهي. هاڻي نالن سان ان معاملي کي سمجھ. انهن جي نالن کي موت جو سيلاب وهائي ويو ۽ حضور ﷺ جو نالو پنج وقت قيامت تائين بانگ ۾ ايندو رهندو.

**حضرت موسيٰ عليه السلام جي قصي جي تڪميل ۽ فرعون کي ڌمڪائڻ ۽ ڊيڄارڻ**

گر ترا عقل ست کردم لُطفها

ور خري آورده ام خررا عصا

ترجمو: ”جيڪڏهن تو ۾ عقل آهي تہ مون توتي مهربانيون ڪيون آهن ۽ جيڪڏهن تون گڏھ آهين تہ آئون لٺ کڻي آيو آهيان.“

حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون کي فرمايو: جيڪڏهن تو ۾ عقل آهي ته، مون دين جو رستو ڏيکاري تو تي مهرباني ڪئي آهي ۽ جيڪڏهن گڏهه آهين ته تنهنجي لاءِ مون وٽ هيءَ لٺ آهي. هن دنيا ۾ انسان ۽ حيوان توکان مصيبت ۾ آهن. هي منهنجي لٺ بي ادبن کي ادب سيکارڻ جي لاءِ آهي. هيءَ لٺ تنهجي لاءِ ارڙ نانگ آهي. تون جبل جو نانگ آهين ۽ هي لٺِ آسماني ارڙ آهي، مُنڪر جي لاءِ هيءَ لٺِ دوزخ جو اثر رکي ٿي ۽ مومن جي لاءِ نورِ هدايت آهي. جيڪڏهن تون ڇوڙ نه مڃيندين ته هميشه جي لاءِ منهنجي قيد ۾ رهندين. حضرت موسيٰ عليه السلام فرعون کي فرمايو: ڪفر ڇڏي دينِ حق اختيار ڪر، ورنه دوزخ ۾ بُري حالت ۾ رهندين، هيءَ لٺ دوزخ جي عذاب جو نمونو آهي. تان ته دوزخ جو ثبوت ٿي وڃي.

**الله پاڪ جي قدرت سڃاڻڻ وارا جنت جهنم جو نه پڇندا آهن**

*ظاهر ست ايں دوزخ اَما بَر دلت*
*هست پوشيده يقيں ز آب و گلت*

ترجمو: ”هي دوزخ ظاهر آهي، پر سندءِ دل تي يقيناً تنهنجي مٽي ۽ پاڻيءَ جي ڪري پوشيده آهي.“

جيڪو شخص قدرتِ الاهيءَ جو قائل هوندو آهي، اهو دوزخ ۽ بهشت جي باري ۾ شڪ نه ڪندو آهي. عالمِ غيب جي خبرن جا نشان هن عالم شهود ۾ موجود آهن پر انسانن جي عالمِ ناسوت ۾ محويت ان جي اِدراڪ ۾ رڪاوٽ آهي. انسان ڏندن جي تڪليف ۾ اهڙو مبتلا ٿيندو آهي، جو ان کي دوزخ ۽ ارڙ نانگ جي تڪليف تصور ڪندو آهي. وات جي پڪ کي اهڙو لذيذ بنايو آهي جو ماکي ۽ بهشت جو مزو ايندو آهي. انسان ۾ جيڪڏهن طاقت آهي ته ان کي ڪمزورن کي ايذائڻ لاءِ استعمال نه ڪرڻ گهرجي. نيل دريا فرعونين جي لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيو ۽ اسرائيلين جي نجات جو سبب بنيو.

هي ڳالهيون ظاهر ڪري رهيون آهن ته، جيڪا ذات انهن جمادات کي باشعور بنائي سگهي ٿي، اها ڪيتري قدر عليم ۽ خبير آهي! درياءِ نيل ۾ اها قُوتِ تميز الله جي طرفان آئي هئي. الله تعاليٰ ڪڏهن جمادات کي عاقل بنائيندو آهي ۽ ڪڏهن عقلمندن کي بي عقل ڪري ڇڏيندو آهي.

سيئي سيارا ۽ ستارا ترتيب سان عمل ۾ مصروف آهن. هر شيءِ ان ترتيب سان ڪم ڪري رهي آهي جو پنهنجي مقرر وقت کان نه اڳ ۾ ٿئي ٿي ۽ نه پوئتي هٽي ٿي. اها ڳالهه جڏهن انسان نبين سڳورن جي ذريعي نٿو سمجهي ته الله تعاليٰ جمادات ۾ اها سمجهه پيدا ڪندو آهي. لٺ ۽ پٿر تي قياس ڪري سمجهو ته، ٻين جمادات کي به الله تعاليٰ عقل عنايت فرمائيندو آهي. لٺ حضرت موسيٰ جي فرمانبرداري ڪئي ۽ پٿرن حضور ﷺ جي اطاعت ڪئي. قارون جي باري ۾ زمين کي شعور ٿيو، جنهن ان کي ڳهڻ شروع ڪيو. حضور ﷺ کان شق القمر جو معجزو ظاهر ٿيو. ڪَجيءَ جو ٿُڙ، حضور جي فراق ۾ رُنو. پٿرن ۽ وڻن مان حضور ﷺ کي سلام ڪرڻ جو معجزو ظاهر ٿيو.

**سُني ۽ فلسفيءَ جو بحث**

*دی یکے می گفت عالَم حادث است*
*فانی ست ایں چرخ و حقّش وارث است*

ترجمو: ”ڪلهه هڪ شخص چوي پيو ته، جهان نئون پيدا ڪيل آهي، هي آسمان فاني آهي ۽ الله تعاليٰ ان جو وارث آهي.“

سُنيءَ چيو ته، سڄو جهان الله تعاليٰ جي قدرت سان پيدا ٿيو آهي. فلسفيءَ چيو ته، تون خود جهان جي پيداوار آهين. پيداوار کي اُن جي باري ۾ ڪهڙو علم ٿي سگهي ٿو، جنهن مان اها پيدا ٿي آهي! مينهن ڪکر مان پيدا ٿيو

آهي، اهو ڪڪر جي باري ۾ ڇا ٿو ٻڌائي سگهي، ذري ڪي سج جي حادث هجڻ جو ڪهڙو علم ته، سگهي ٿو! جيئي ۾ جيڪو ڪيڙو آهي، ان کي زماني جي ابتدا ۽ انتها جي ڪهڙي خبر ٿي سگهي ٿي؟ انسان پنهنجي پيءُ ۽ ڏاڏي کان جهان جي پيدا ٿيڻ جون ڳالهيون ٻڌيون آهن. اهڙيءَ طرح بنا تحقيق جي انهن کي مڃيندو اچي!

فلسفيءَ چيو، جيڪڏهن ان مسئلي ۾ ڪو دليل آهي ته بيان ڪر، خواه مخواه وڏيڪ ڳالهيون نه ڪر؟ سُنيءَ چيو ته، مون ٻن جماعتن کي هڪ ڏينهن ان مسئلي تي گفتگو ڪندي ٻڌو هو، ٻنهي ۾ زوردار بحث ٿي رهيو هو ۽ هڪ وڏو مجمعو گڏ ٿي ويو هو. آئون به ان هنگامي ۾ پهچي ويس، تان ته انهن جون ڳالهيون ٻڌان.

هڪ ماڻهوءَ هيئن چيو ته، هن جهان کي ڪو ناهڻ وارو آهي، انهيءَ ڪري هي جهان نئين پيدا ٿيل شيءِ آهي. ٻي جماعت چيو پئي ته، عالم قديم آهي، هن جي ناهڻ وارو ڪير نه آهي، جيڪڏهن آهي ته پنهنجو پاڻ کي ناهڻ وارو هوندو. جهان جي باري ۾ هي سوال پيدا ٿي نٿو ٿئي ته اهو ڪڏهن کان آهي؟

ٻئي چيو ته، تون پيدا ڪرڻ واري رزاق جو منڪر ٿي ويو آهين؟ فلسفي چيو ته، آئون بُرهان ۽ دليلن کان سواءِ ڪا ڳالهه ڪونه ٻڌندس، تون فقط تقليدي ڳالهيون ڪري رهيو آهين. سنيءَ چيو ته، حجّت ذوقي آهي، اهو هيءُ ته انسان خود پنهنجي حالات تي غور ڪري ته، ان مان وجود باري تي استدلال وٺي سگهي ٿو. مَنۡ عَرَفَ نَفۡسَهُ، فَقَدۡ عَرَفَ رَبَّهُ. "جنهن پنهنجو پاڻ کي سڃاتو، اُن خدا کي سڃاتو." ان دليل جو مثال پهرين رات جو چنڊ آهي، جيڪو ان کي نه ڏسي سگهي، اهو خود پنهنجو پاڻ کي ملامت ڪري، بحث دوران سني ۽ فلسفيءَ ۾ ڳالهه ايتري وڌي ويئي جو ماڻهو جهان جي حادث هجڻ يا نه هجڻ تي حيران ٿي ويا.

سنيءَ چيو، اي دوست اهو ذوقي ۽ باهمي دليل دنيا جي حادث هجڻ تي مضبوط دليل آهي ۽ ان مان مون کي يقين حاصل آهي. ٻيو ته منهنجي سچي هجڻ جو دليل هيءُ آهي ته، آئون ۽ تون باهه ۾ ٽپو ٽا ڏيون، جيڪو سچو آهي، اهو سالم رهندو، اهو دليل قولي نه آهي. عاشق جي عشق کي دليلن سان نه پر ان جي آثارن ۽ حالتن سان ثابت ڪري سگهجي ٿو. عاشق جي چهري جي زردي ۽ ڳوڙها دليل هوندا آهن. عاشق جا ڳوڙها عشق ۽ معشوق جي حسن جو دليل هوندا آهن.

فلسفيءَ چيو ته، آئون اهڙو دليل چاهيان ٿو جيڪو عوام به سمجهي سگهي. سُنيءَ چيو ته، جيڪڏهن ڪري ۽ ڪوٺي ۾ بحث هجي ته آزمائش جي اها ئي صورت آهي ته ان کي باهه ۾ ٽپايو وڃي، ان سان شڪ شُبها ختم ٿي ويندا. انهيءَ ڪري توکي ۽ مون کي باهه ۾ داخل ٿيڻ گهرجي، جيڪو سچو آهي اهو بچندو. پاڻيءَ سان به آزمائش ٿي ويندي، تون ۽ آئون سمنڊ ۾ ٽپو ڏيون، پوءِ جيڪو سچو آهي، اهو بچي ويندو. نيٺ ٻنهي باهه ۾ ٽپو ڏنو. سُني بچي ويو، فلسفي سڙي ويو. نيڪن جو نالو موت به نٿو مٽائي سگهي، ڇاڪاڻ ته، نالي وارو برتر ۽ بزرگ هوندو آهي. جڏهن به مخالفن بازي لڳائي تڏهن انبياء سڳورا معجزن ذريعي ڪامياب ٿيا آهن.

انهن دليلن مان مون هيءُ سمجهيو ته، جهان کي نئون پيدا ٿيل چوڻ وارا سچا آهن. مُنڪر جو سڀ کان وڏو دليل هي ٿيو ته جهان جو ظاهر ٻڌائي رهيو آهي ته اهو خودبخود پيدا ٿيو آهي. پيدا ڪرڻ وارو ڪٿي ظاهر نه آهي! ان جي دليل جي ڪمزوري هيءُ آهي ته هو ظاهر کي سڀ ڪجهه سمجهي ويٺو. ڏنو وڃي ته ظاهر باطن لاءِ پيدا ڪيو ويندو آهي. ظاهر مقصد ڪونه هوندو آهي، پر ظاهر مان مقصد به باطن آهي. دوا جو فائدو دوا ۾ لڪل آهي ۽ اهو مقصد آهي.

مشهور آهي ته، ڳجهه جي عمر ساڍا ٽي هزار سال آهي. فلسفي پنهنجي عمر جي ڪوتاهي ۽ ڳجهه جي ڊگهي عمر هجڻ جي ڪري ان کي قديم مڃي ٿو ۽ سڀ ڪبوتر ڳجهه کي سدا حيات سمجهندا آهن. حالانڪ هميشه حيات فقط خدا جي ذات آهي. دنيا جي هر شيءِ فاني آهي، باقي فقط ذات خداوندي آهي، الله تعاليٰ جيڪا شيءِ پيدا ڪئي آهي، ڪنهن پوشيده حڪمت سان پيدا ڪئي آهي.

## "ماخَلَقنَا السَّماوات" واري آيت جو تفسير

"آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪو ڪجهه آهي، اهو اسان حق سان پيدا ڪيو آهي."

هيچ نقاشے نگارد زين نقش
بے اميد نفع بهر عين نقش

ترجمو: "ڇا نفعي جي اميد کان سواءِ محض تصوير جي لاءِ ڪو مصوّر عمدي تصوير بنائيندو آهي؟"

ڪو مُصور تصوير براءِ تصوير ڪونه ٺاهيندو آهي، پر ان جو ڪو پوشيده مقصد هوندو آهي. مصور جو مقصد دوستن ۽ وڏن ماڻهن کي خوش ڪرڻ هوندو آهي.

ڪڏهن هيءُ مقصد هوندو آهي ته، ٻار خوش ٿين يا دوست جي تصويرن کي ڏسي دوست خوش ٿين. ڪنيار ڪوئنرو اِن لاءِ ٺاهيندو آهي ته ان ۾ پاڻي پريو وڃي. پيالو ان لاءِ ٺاهيندو آهي ته، اُن ۾ ڪاڏي پيتي جي ڪا شيءِ وڌي وڃي. خطاط، خطاطيءَ جو ڪمال اِن لاءِ ڏيکاريندو آهي ته اُن کي ماڻهو شوق سان پڙهن. نقش ظاهري معنيٰ تي دلالت ڪري ٿو، اها معنيٰ ڪنهن ٻئي مقصد تي دلالت ڪري ٿي، اهڙيءَ طرح دنيا جو سلسلو قائم آهي ۽ عقل مطابق ماڻهو اِدراڪ ڪن ٿا. شطرنج ۾ جيڪا چال هلي ويندي آهي، ان مان مقصد اها ئي چال نه آهي، پر ان جي بنياد تي جيڪا اڳين چال هلڻي هوندي آهي، اها، مقصد هوندي آهي. آخر تائين وارين چالن کي نظر ۾ رکي چال هلي ويندي آهي. ان سان انسان بازي کٽيندو آهي. پهرين چال ٻيءَ جي لاءِ اهڙي طريقي سان ذريعو آهي، جيئن ڇاڙهيءَ جا طبقا. پهريون طبقو ٻئي لاءِ ذريعو آهي ۽ ٻيو ٽئين ۽ ٽيون چوٿين جي لاءِ واسطو آهي.

ڪاڏي جي خواهش هوندي آهي، اها ذريعو بڻبي آهي منيءَ جي توليد جو ۽ منيءَ جي توليد سبب بڻبي آهي نسل جي بقا جو. جيڪو شخص ڪوتاه نظر آهي، اهو سمجهندو آهي ته ڪاڏي جو مقصد فقط ڪائڻ آهي، ٻيو ڪجهه نه آهي. اهڙو ڪوتاه نظر انسان گاهه وانگر پنهنجي جاءِ تي جميل آهي، ان وٽ مقصد ۽ غيرمقصد ۾ ڪو امتياز ۽ فرق نه آهي. زمين جي گاهه کي سڌڻ ۽ نه سڌڻ ٻئي ڳالهيون برابر آهن. گاهه ڪڏهن به نٿو هلي سگهي، ڇاڪاڻ ته، ان جا پير مٽيءَ ۾ ڦاٿا پيا آهن. گاهه جي لُڏڻ مان دوکو نه کائو، اهو بيٺي بيٺي ڪنڌ لوڏي رهيو آهي. بادِ صبا جي دعوت تي ان جو ڪنڌ لَبيڪ چوي ٿو پر ان جا پير نافرماني ڪن ٿا. ان کي آفاق ۽ انفس جو سير حاصل نه آهي. اهو غائبانه ڳالهيون ڪري ٿو ۽ ڏسڻ کان سواءِ انڌن وانگر قدم وڌائي ٿو ۽ توڪل جو سهارو وٺي ٿو. اسباب کي ترڪ ڪري توڪل اختيار ڪرڻ غلط آهي.

ميدان جنگ ۽ شطرنج جي راند ۾ جيستائين سُٺي چال نه هلندين، ايستائين ڪم ڪونه هلندو. الله لوڪ عاشقن جون نظرون بيئل نه آهن، اهي آفاق ۽ انفس جو سير ڪن ٿيون ۽ پردن کي چاڪ ڪري ڏهن سالن ۾ ٿيڻ وارن واقعن کي عالمِ مثال ۾ ڏسي وٺن ٿيون. انهن جي اڳيان اڳيون پويون رڪاوٽون ختم ٿي وڃن ٿيون ۽ سندن نظرون لوحِ غيب مان ٿيڻ وارن واقعن کي پڙهي وٺن ٿيون.

اهڙن بزرگن جون نظرون ابتداءِ آفرينش (پيدائش) کي به ڏسي وٺن ٿيون. ازل ۾ حضرت آدم عليه السلام کي خليفي بنائڻ جي باري ۾ ملائڪن جيڪا گفتگو ڪئي، اُن کي ٻڌي وٺن ٿا. ابد تائين جيڪي واقعا ٿيڻ وارا آهن، انهن کي به هي ڏسي وٺن ٿا. مطلب ته، ازل ۽ ابد انهن جي نگاهُن جي اڳيان آهي. سندن علم جيتوڻيڪ علمِ خداوندي وانگر محيط نه آهي، پر الله تعاليٰ انهن کي گهڻين شين جو علم عطا فرمائيندو آهي، جيڪو شخص جيتري قدر دل کي صاف ڪري ٿو، اوتري قدر ڪيس مغيبات جو مشاهدو ٿئي ٿو. جيڪڏهن تون اهو خيال ڪرين ته دل جي صفائي محض خداوندي عنايت آهي، انسان ڪوشش ڪندو آهي تڏهن درياءِ رحمت جوش ۾ اچي ڪري عنايت ڪندو آهي.

انسان جي ڪوشش ۽ دعا بقدرِ همت آهي ۽ همت ڏيڻ وارو بہ خدا آهي، ورنہ ناچيز انسان عرفانِ ڪائنات جو ارادو نٿو ڪري سگهي. تقدير اختيار جي منافي نہ آهي. تقدير سان گڏ اختيار باقي آهي، بدبخت ان اختيار ڪي غلط استعمال ڪري ٿو ۽ مصيبت اچڻ تي ڪفر جو رستو اختيار ڪري ٿو. نيڪ بخت ان مصيبت تي آه و زاري جي ذريعي اجا وڌيڪ قرب حاصل ڪندو آهي. جنگ جا آثار بهادر ۽ بزدل تي مختلف مرتب ٿين ٿا ۽ ان جي اختيار جي ئي بنياد تي آهن. بهادرن جي لاءِ خوف، پيش قدمي جو سبب بڻبو آهي ۽ بُزدل خوف ڪان خود بخود مري ويندو آهي. جاه جو خوف بهادر ۽ بزدل جي ڪسوٽي آهي.

خلاصو هيءُ آهي تہ انسان کي پنهنجي سيني مقصدن ۾ شيطاني وسوسن ڪان بچي ڪري قضاءِ الاهي سان قضاءِ الاهي ڏانهن ڀڄڻ گهرجي.

هڪڙي موقعي تي جڏهن حضرت عمر رضي الله عنه طاعون (وبا) جي خطري ڪان سفر ڇڏي مديني ڏانهن واپس موٽيو تہ ڪن صحابين اعتراض ڪيو ۽ چيو تہ لَفِرُّ عَن قَدَرِ الله: "توهان قضاءِ الاهيءَ ڪان ڀڄو ٿا؟" تڏهن هُن وراڻيو: نعم لَفِرُّ مِن قدرِ الله اِلىٰ قَدرِ الله: "هائو! اسين قَضاءِ الاهيءَ ڪان قضاءِ الاهي ڏانهن ڀڄون ٿا." يعني مصلحت جي بنياد تي جيڪو بہ رستو اختيار ڪيو ويندو آهي، اهو بہ قضاءِ الاهي آهي.

**الله تعالىٰ جي وحي حضرت موسىٰ عليه السلام ڏانهن**

گفت موسیٰؑ را بوحی دل خدا

کاے گزیدہ دوست می دارم ترا

ترجمو: "الله تعالىٰ دل جي وحي جي ذريعي موسىٰ عليه السلام کي چيو تہ اي برگزيده! آئون توکي دوست ڀانيان ٿو."

هن قصي جو مقصد هيءُ آهي تہ مومن کي خدا جي معاملي ۾ ائين ئي هجڻ گهرجي جيئن حضرت موسىٰ عليه السلام هو. حضرت موسىٰ عليه السلام عرض ڪيو: منهنجي ڪهڙي خصلت دوستيءَ جو سبب آهي. اها ٻڌايو تہ آئون اُن ۾ اجا وڌيڪ اضافو ڪريان؟ الله تعالىٰ فرمايو، تنهنجو مون سان اهو ئي معاملو آهي، جيڪو ٻار جو ماءُ سان هوندو آهي، توڙي جو ماءُ ڪيس ماري ٿي تہ بہ هو ان کي چنبڙي ٿو، ڪنهن ٻئي ڏانهن مدد لاءِ نٿو وڃي. الله تعالىٰ حضرت موسىٰ عليه السلام کي فرمايو تہ تنهنجو مزاج بہ اهڙو ئي آهي تہ اسان جي طرفان خير هجي يا بظاهر شَرُ، ٻنهي صورتن ۾ تون مون ڏانهن متوجه ٿئين ٿو، ڪنهن ٻئي ڏانهن توجه ڪونہ ٿو ڪرين.

**بادشاهہ جو مصاحب تي ڪاوڙجڻ**

هن قصي جو خلاصو هي آهي تہ مصاحب جي، عمادالملڪ بادشاهہ جي معاملي ۾ جيڪا مدد ڪئي اها اُن مصاحب کي نہ آئڙي. اها ئي حالت هڪ مومن جي خدا جي معاملي ۾ هجڻ گهرجي.

بادشاہے بر ندیمے خشم کرد

خواست تا ازوے بر آرد دود و گرد

ترجمو: "هڪ بادشاه پنهنجي مجلسي تي عتاب ڪيو. ارادو ڪيائين تہ ڪيس سَنڪو ڪڍي. دود و گرد (مطلب تہ ان ڪم جي سزا ڏي جيڪو مصاحب بادشاهہ جي مرضي جي خلاف ڪيو.)

بادشاهہ جي اڳيان ڪنهن جي همت ڪونہ هئي، جو اُن مصاحب جي سفارش ڪري. عمادالملڪ بادشاهہ جي خاص ماڻهن مان هو. اهو سفارش سان اهڙي طرح خاص هو جهڙي طرح حضور صلي الله عليه وسلم حشر ۾ عام شفاعت جي لاءِ مخصوص هوندا. بادشاهہ عمادالملڪ جي سفارش تي فوراً تلوار ڦٽي ڪئي. بادشاهہ چيو: توڙي جو هي مصاحب

شيطان هو ۽ اُن شيطانيت ڪئي آهي پر مون ان کي معاف ڪري ڇڏيو.

بادشاهه عمادالملڪ کي چيو، ڏوهاري جون چاهي سوين خطائون هجن، پر جڏهن تون وچ ۾ آيو آهين، آئون سوين ڪاوڙيون پي ڇڏيندس، ڇاڪاڻ ته تو ۾ ۽ مون ۾ بلڪل اتحاد آهي. تنهنجي خوشامد ڪرڻ بعينهِ منهنجي خوشامد ڪرڻ آهي. عمادالملڪ جيڪڏهن تون سفارش نه ڪرين ها ته چاهي زمين ۽ آسمان هيٺ مٿي ٿي وڃن ها ته به آئون معاف ڪونه ڪريان ها.

بادشاه چيو: اهو بيان توتي احسان رکڻ جي لاءِ نه آهي، پر تنهنجي مرتبي ۽ عزت جي تشريح آهي. هي سفارش تو ڪانه ڪئي آهي، پر مون ڪئي آهي. ڇاڪاڻ ته تون پنهنجي صفتن ۽ خواهشن کي منهنجي صفتن ۽ خواهشن ۾ فنا ڪري چُڪو آهين، ان صورت ۾ توتي احسان جتائڻ جي ڪا معنيٰ نه آهي، جڏهن ته اصل سفارش منهنجي طرفان آهي، تون ته فقط هڪ آلو آهين، ڪم ڪرڻ وارو آئون آهيان، مون توتي سفارش رکي آهي. تو پاڻ اهو بوجهه نه کنيو آهي.

حضورعليه السلام جڏهن پنهنجي شخصيت کي ذاتِ باري ۾ فنا ڪري ڇڏيو، تڏهن جنگ بدر ۾ پٿرين جي مُٺِ اُڇلائڻ حضورعليه السلام ڏانهن منسوب ڪونه ٿيو پر خدا ڏانهن منسوب ٿيو. اهڙيءَ طرح جڏهن تون پنهنجين صفتن کي منهنجي صفتن ۾ گم ڪري چڪو آهين ته پوءِ سفارش ڪرڻ تو ڏانهن منسوب ڪونه ٿيندي. ڪلمهءِ طيبه ۾ لااله ۾ غيرالله جي نفي آهي ۽ الا الله ۾ ذاتِ باري جو اثبات آهي. اهڙيءَ طرح تنهنجو مون سان معاملو آهي. تون غير جو انڪار ڪري چُڪو آهين ۽ مون ۾ فنا ٿي چڪو آهين. انهيءَ ڪري تون فاني به آهين ته باقي به ۽ تون محڪوم به آهين ته حاڪم به. حقيقي وجود فقط بادشاهه آهي. تنهنجو وجود تو ڏانهن منسوب ڪونه ٿيندو، پر شاهه ڏانهن منسوب ٿيندو.

عماد الملڪ جي سفارش سان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ وارو اهو مصاحب ڪانئس ناراض ٿي ويو. جڏهن هو ناراض ٿيو تڏهن ماڻهن طرحين طرحين ڳالهيون ڇوڻ شروع ڪيون: ڪو ان کي چريو پيو چوي، ڪو ان جي نيڪي ڪري، ڪي ماڻهو چون ته اهڙي محسن جي پيرن جي توڪي خاڪ بنجڻ کپي. ان ڪان ناراض نه ٿيڻ کپي. هڪ نصيحت ڪرڻ واري چيو ته، اهڙي ڀلائي ڪرڻ واري سان تون ڇو ناراض ٿيو آهين؟ ان توکي قتل ٿيڻ کان بچايو آهي. اهڙو محسن جيڪڏهن ظلم به ڪري ته ان کي برداشت ڪجي. ان جي ڀلائي تي ناراض نه ٿيڻ گهرجي. اُن مصاحب چيو ته، منهنجي جان ته بادشاهه لاءِ هئي، هي وچ ۾ اچي ڪري بچائڻ وارو ڪير ٿيندو آهي؟

حضور ڪريم عليه السلام ارشاد فرمايو: لِي مَعَ اللهِ وَقْتٌ لَايَسَعُنِي فِيهِ مَلَكٌ مُقَربٌ وَلَا نَبِيٌّ مُرْسَلٌ: ”منهنجي لاءِ خدا سان اهو وقت به هوندو آهي، جنهن ۾ نه ڪنهن مقرب ملائڪ جي گنجائش هوندي آهي ۽ نه ڪنهن نبي مرسل جي.“ ان مصاحب چيو ته، مون کي شاهه وقت سان اهڙو قرب حاصل هو، جهڙو حضورعليه السلام کي الله سان حاصل هو. انهيءَ ڪري عماد الملڪ جي اُن ۾ گنجائش ڪٿي هئي؟ مون شاهه ڪان سواءِ سيني جي نفي ڪري ڇڏي آهي ۽ فقط اُن جي دوستي تي ڀروسو ڪيو آهي. هاڻي ان کي اختيار آهي ته مون سان چاهي سو ڪري، آئون ان جي رضا تي راضي آهيان. اهو ڪنڌ جيڪو بادشاهه جي هٿان ڪٽجي اهو باعثِ فخر آهي، جيڪو ڪنڌ ٻين جي اڳيان جُهڪي اهو باعثِ ذلت آهي! جنهن رات بادشاهه ڪاوڙ ۾ هجي. اهو عيد جي هزارين ڏينهن ڪان افضل آهي. جنهن کي حق جو مشاهدو حاصل آهي ۽ اهو ذات حق جو طواف ڪري ٿو. ان جي لاءِ قهر ۽ لطف ۾ هڪجهڙي لذت آهي ۽ اهو ڪفر ۽ ان جي سزا کان مٿانهون هوندو آهي. مشاهدي جي مقام کي ڪنهن عبارت جي ذريعي تعبير نٿو ڪري سگهجي ڇاڪاڻ ته اهو مخفي آهي. عبارتون ان جي تعبير ڪان لاچار آهن. مادي الفاظ روح جي اعليٰ مقام جي تعبيرن ڪان قاصر آهن.

جيتوڻيڪ اسماء ۽ الفاظ جي تعليم حضرت آدم عليه السلام کي الله جي طرفان سيکاري ويئي هئي، پر اهي نالا هنن مادي حُروفِ تهجي مان ڪونه ٺهيا هئا. جڏهن انهن غيرمادي اسمن مادي جو لباس پاتو، تڏهن انهن جي روحانيت

ختم ٿي ويئي ۽ انهن ۾ اونداهي بيڻ ٿي ٿي ويئي. انهن اسمن کي مادي لباس هن ڪري پارايو ويو تان ته مادي انسان انهن جون معنائون سمجهي سگهي. ان مصاحب چيو: جيتوڻيڪ عمادالملڪ بظاهر مون کي بادشاهه جي ڪاوڙ کان بچايو، پر منهنجو اصل گريز گاهه خود بادشاهه آهي. انهيءَ ڪري آئون عماد الملڪ جو احسانمند نه آهيان. مصاحب چيو ته، آئون پنهنجو اصل مقصد لفظن سان نٿو سمجهائي سگهان. الفاظ جيتوڻيڪ هڪ حيثيت سان مقصد کي واضح ڪن ٿا پر ڏهن حيثيتن سان ان ۾ وهم پيدا ڪندا آهن.

**جبرئيلؑ جو حضرت ابراهيم خليل سان گفتگو**

من خلیل وقتم و او جبرئیل
من نخواهم در بلا او را دلیل

ترجمو: ”آئون (پنهنجي) زماني جو خليل (الله) آهيان. هو (بمنزل) جبرئيل آهي، آئون مصيبت ۾ ان کي رهنما بنائڻ نٿو چاهيان.“

مصاحب چيو، منهنجو ۽ بادشاهه جو اهو ئي معاملو هو، جيڪو حضرت ابراهيم خليل الله جو الله تعالىٰ سان آهي. جهڙيءَ طرح خليل الله حضرت جبرئيل جي مدد کي پسند نه ڪيو، اهڙيءَ ط ح مون کي به عمادالملڪ جي مدد پسند نه آهي.

عمادالملڪ کي جبرئيلؑ جي ان قصي مان نصيحت حاصل ڪرڻ گهرجي. حضرت ابراهيمؑ جڏهن باهه ۾ هو، تڏهن حضرت جبرئيلؑ اچي مدد ڪرڻ گهري ته حضرت ابراهيمؑ انڪار ڪري ڇڏيو ۽ فرمايائين ته، مشاهدي کان پوءِ واسطن جي ضرورت نٿي رهي. عام مومن جيڪي مشاهدي کان حجاب ۾ آهن، انهن لاءِ رسول واسطو هوندا آهن. حضرت ابراهيمؑ خود مشاهدي ۾ مستغرق هو، ان کي جبرئيلؑ ناگوار گذريو. هر انسان ۾ اها استعداد ناهي، جو هو وحيءَ کي ٻڌي سگهي. ڇاڪاڻ ته، وحي کي حرفن ۽ آوازن جي ذريعي ٻڌايو ويو آهي. جيڪڏهن هر ٻڌڻ واري ۾ وحيءَ کي ٻڌڻ جي استعداد هجي ته پوءِ حرفن ۽ آوازن جي ڪا ضرورت ئي نه هئي.

حضرت ابراهيمؑ فرمايو: جبرئيل کي فنائيت جو مقام حاصل آهي پر منهنجو معاملو ان کان نازڪ آهي. ان ۾ ڪنهن واسطي جي گنجائش ناهي پوءِ فنا في الله چو نه هجي. جبرئيل جو ڪم مقام فنائيت جي ڪري، خدا جو ئي ڪم آهي. پر اهو ان ڪم ۾ الله جي طرف کان مامور ناهي. ورنه اهو چوي ته، آئون خدا جي حڪم سان مدد جي لاءِ آيو آهيان. اهڙيءَ طرح مدد عام جي لاءِ عين لطفِ خداوندي آهي پر عاشقن جي لاءِ مناسب ناهي.

مشهور مقولو آهي ته، ”حسنات الابرار سيّات المقربين: ”جيڪي ڪم نيڪ ماڻهن جا حسنات آهن، اهي ڪم ڪنهن وقت مقربين بارگاهه جي لاءِ گناهه شمار ٿيندا آهن.“ ان ڳالهه کي سمجهڻ جي لاءِ رياضت ۽ مجاهدي جي ضرورت آهي. تڏهن ئي عام سمجهي سگهن ٿا ته مشاهدي کان پوءِ درمياني حرف ۽ واسطا مناسب ناهن. گهڻين مصيبتن برداشت ڪرڻ کان پوءِ حرفن جي ذريعي ان حقيقت کي سمجهي سگهجي ٿو. مصيبت تي شڪايت هجي ته تباهي آهي، جيڪڏهن صبر شڪر هجي ته درجا بلند ٿيندا آهن. درياءِ نيل جو پاڻي قبطين لاءِ تباهي ۽ سبطين لاءِ نجات جو سبب بڻيو. جيڪو مصيبت جي انهن عمدن نتيجن تي نظر رکندو اهو سعادت حاصل ڪندو. جيڪو پوک جي عمدي پيداوار کي ڏسندو، اهو ضرور محنت ڪندو. انجام تي نظر رکڻ وارو سمجهي ٿو ته دنيا آخرت جي پوک آهي، جيڪو هتي پوکيندو اهو اڳتي لڻندو. جهڙيءَ طرح دنيا خود مقصد ناهي پر آخرت جو ذريعو آهي، اهڙيءَ طرح ڪوبه معاملو فقط معاملي جي لاءِ ڪونه هوندو آهي، پر ان جو مقصد فڪر ۽ فائدو حاصل ڪرڻ هوندو آهي. اهو شخص ڪنهن حقيقت جو انڪار محض انڪار جي لاءِ نه ڪندو آهي، پر سامهون واري جي مغلوبيت ۽ پنهنجي

فوقيت ان جي پيش نظر هوندي آهي. برتري ٻہ انسان جو مقصد ڪونہ هوندي آهي، پر ٻيا نتيجا مقصود هوندا آهن. ڪم جي محض صورت ان وقت لذت بخش هوندي آهي، جڏهن ان ۾ ڪو مقصد لِڪل هجي. ڪم ڪرڻ واري کان ماڻهو پڇندا آهن: تون ڪم ڇو ٿو ڪرين ؟ ان سوال جو مطلب اصلي مقصد کي دريافت ڪرڻ هوندو آهي. معاملن جي ظاهري صورت مثال وانگر آهي ۽ اصل مقصد جو مثال تيل مان پيدا ٿيڻ واري روشني آهي. جيڪڏهن هر معاملي جي ظاهري صورت مقصد هجي تہ پوءِ "ڇو؟" وارو سوال ڇو پڇيو وڃي. جڏهن هي ثابت ٿي ويو تہ، معاملي جي فقط صورت مقصد نہ هوندي آهي تہ هاڻي سمجهو تہ آسمان ۽ دنيا جي پيدا ڪرڻ مان ان جي صورت مقصد ناهي، پر ان جي پيدائش ۾ حڪمتون لڪل آهن. حڪيم جو فعل حڪمت کان خالي ڪونہ هوندو آهي. آسمان ۽ دنيا جو پيدا ڪرڻ وارو حڪيم آهي. ڪائنات جو نظام ۽ ترتيب ان ڳالھ تي شاهد آهن تہ. دنيا جي هر شيءِ جي تخليق ۾ حڪمت لِڪل آهي.

## مخلوق جي پيدائش ۽ تباهي بابت حضرت موسىٰ عليه السلام جو خدا کان سوال

*گفت موسیٰؑ اے خداوندِ حساب*

*نقش کردی باز چوں کردی خراب*

ترجمو: "حضرت موسىٰ (عليه السلام) عرض ڪيو: اي حساب جا مالڪ! تون جوڙ جوڙي پوءِ ان کي تباھ ڇو ٿو ڪرين؟"

حضرت موسىٰ عليه السلام عرض ڪيو، اي خدا تون انسان کي پيدا ڪرين ٿو، پوءِ ان کي مارين ٿو، ان ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟ الله تعالىٰ فرمايو: جيئن تہ تنهنجو اهو سوال انڪار ۽ غفلت تي مبني ناهي، ان ڪري آئون درگذر ڪريان ٿو، ورنہ سزا ڏيانءِ ها. تون اِن لاءِ معلوم ڪري رهيو آهين تہ، عام کي اسان جي حڪمتن کان آگاھ ڪرين، ورنہ توکي مخلوقات جي پيدا ڪرڻ ۾ اسان جون حڪمتون معلوم آهن.

سوال علم جي منافي ناهي، پر مشهور آهي تہ: السوال نِصف العِلم، يعني ڪنهن شيءِ جي باري ۾ پڇا ڪرڻ ان شيءِ جو اڌ علم آهي. حضرت موسىٰ عليه السلام حڪمتن کان واقف هو. ڪنهن شيءِ جو علم ٿيڻ ڪانپوءِ ان جي باري ۾ سوال جواب ٿي سگهي ٿو. اهي ٻئي ڳالهيون مـ ضاد ائين آهن جيئن مٽيءَ مان گُل بہ ڦٽندا آهن ۽ ڪنڊا بہ. علم ئي گُمراهي ۽ هدايت جو سبب بنيو آهي، جيئن آلاڻ ۽ خشڪي ئي ميوي ۾ ڪڙاڻ بہ پيدا ڪندي ۽ مٺاس بہ. ملاقات ۽ تعارف سان دشمني ۽ دوستي پيدا ٿيندي آهي. غذا سان بيماري ۽ صحت پيدا ٿيندي آهي.

الله تعالىٰ فرمايو، اي موسىٰ! تون ناواقف کي حِڪمت کان واقف ڪرڻ چاهين ٿو، انهيءَ ڪري تجاهل عارفانہ اختيار ڪري رهيو آهين. اسين بہ ان جي علم کان اڻڄاڻ بڻجي ڪري ان کي جواب ڏيون ٿا. دنيا ۾ هي طريقو رائج آهي تہ الله وارا تجاهل وارو نمونو ڪري معاملي کي حل ڪندا آهن. گڏھ وڪڻڻ وارا پاڻ ۾ فرضي طور تي اهڙيون ڳالهيون شروع ڪندا آهن، جن کان متاثر ٿي گراهڪ گڏھ وٺندا آهن. حضرت موسىٰ عليه السلام کي جواب ڏيڻ کان اڳ الله تعالىٰ اهو عمل ڪرايو، جنهن ۾ خود جواب لڪل هو تان تہ جواب چڱيءَ طرح اِن کي سمجھ ۾ اچي وڃي. حضرت موسىٰ کي الله سائين فرمايو: تون پوک، پوکِ. جڏهن پوک تيار ٿئي تہ ان کي لُڻ. الله تعالىٰ حضرت موسىٰ کان پڇيو تہ، جڏهن تو پاڻ پوک پوکي تہ پوءِ ان کي ڇو لُٽيئي؟ حضرت موسىٰ عرض ڪيو تہ، پوک جي پچڻ تي ان ۾ اَنُ ۽ ٻُھ گڏ هو. ٻنهي کي ملائڻ مناسب نہ هو. حڪمت جي تقاضا اها هئي تہ، ٻنهي کي جدا ڪيو وڃي.

الله تعالىٰ فرمايو تہ، اهو عقل تو ڪٿان حاصل ڪيو؟ حضرت موسىٰ عليه السلام عرض ڪيو تہ، اهو عقل تنهنجو عطا ڪيل آهي. الله تعالىٰ فرمايو تہ، پوءِ اهو عقل مون ۾ ڇو ڪونہ هوندو؟ الله تعالىٰ اصل جواب ڏيندي فرمايو تہ، انسانن جا روح ٻن قسمن جا هوندا آهن: هڪ پاڪ ٻيا ناپاڪ! سڀ انساني جسم هڪ درجي جا ناهن. ڪنهن جسم ۾

موتي جهڙو روح آهي، ڪنهن جسم ۾ شيشي (ڪائي) جهڙو هوندو آهي، انهن روحن کي به اهڙي طرح هڪ ٻئي کان جدا ڪرڻ مناسب آهي، جهڙيءَ طرح ڪڻڪ کي ٻُهه کان جدا ڪرڻ ضروري آهي. ان ڪري ته جيئن نيڪ روح جنت ۾ وڃن ۽ بُرا روح دوزخ ۾ وڃن. پهرين حڪمت مارڻ جي هئي، پيدا ڪرڻ جي حڪمت هيءَ آهي ته اسان جي صفتن جو اظهار ٿي وڃي. حديث قدسيءَ ۾ آهي ته: كُنتُ كَنزاً مَخفِياً فَاَحبَبتُ اَن اُعرَفَ فَخَلَقتُ الخُلقَ:

"آئون لِڪل خزانو هوس، پوءِ مون چاهيو ته، آئون سڃاتو وڃان، انهيءَ ڪري مون مخلوق کي پيدا ڪيو."

**حيواني روح جهڳ مثل آهي جڏهن ته وحي جو روح لڪڻ مثل آهي**

جوہر صدقت خفی شد در دروغ

ہمچو طعم روغن اندر طعم روغ

ترجمو: "تنهنجي سچائيءَ جو جوهر ڪوڙ ۾ائين لڪي ويو جيئن مکڻ جَهڳ ۾ لڪي ويندو آهي."

انسان جي جسم ۾ جيڪو موتي آهي، ان کي ضايع نه ڪرڻ گهرجي. روح جسم ۾ اهڙيءَ طرح لڪل آهي، جهڙيءَ طرح مکڻ کير ۾ لڪل هوندو آهي. ڪافي وقت اهڙو گذرندو آهي، جنهن ۾ روح جسم ۾ گم رهندو آهي. الله تعاليٰ رسولن کي موڪليندو آهي، تان ته اهي جسم جي کير کي ولوڙي ان مان روح جو مکڻ ڪڍن. روح جي تربيت رسول ڪندا آهن يا اُهي ماڻهو ڪندا آهن جيڪي رسولن جي لاءِ بمنزله ڪَن جي هوندا آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي: "وَّ تَعِيَهَاۤ اُذُنٌ وَّاعِيَةٌ" (الحاقه:12) "۽ ان وحي کي محفوظ رکڻ وارا ڪن، محفوظ ڪن ٿا."

ٻار ماءُ جي ڳالهه ٻڌندو آهي ۽ پوءِ خود ڳالهائڻ لڳندو آهي. جنهن ٻار جي ڪن ۾ ٻڌڻ جي صلاحيت ناهي، اهو گونگو هوندو آهي. عام طور تي گونگو ان جي ڪري هوندو آهي جو ان جي ڪن ۾ ڪا بيماري هوندي آهي،جنهن ڪري اهو ماءُ جي ڳالهه ٻڌي نه سگهندو آهي. مخلوقات ٻڌي ڳالهائڻ تي ماءُ جي تعليم سان قادر ٿيندي آهي. تعليم کان سواءِ ڳالهائڻ واري ذات فقط ذاتِ خداوندي آهي.

حضرت آدم عليه السلام جا ماءُ پيءُ ڪونه هئا. ڪين تعليم خدا ڏني. حضرت مسيح به تعليم کان سواءِ پاڻ مٿان تهمت دفع ڪرڻ جي لاءِ تعليم خداوندي سان ڳالهايو. جهڙيءَ طرح کير مان مکڻ ڪڍڻ جي لاءِ کير جو هجڻ ضروري آهي، اهڙيءَ طرح روح جي بهار جي لاءِ جسم کي مجاهدن جي ذريعي ولوڙڻ ضروري آهي. مکڻ لِڪل آهي، کير ظاهر آهي. روح جيڪو نظر نٿو اچي اهو بمنزله مکڻ جي آهي. جنهن کير مان مکڻ نه ڪڍيو ويو هجي، ان کي محفوظ رکڻ گهرجي تان ته مکڻ ڪڍي سگهجي. ان کي خرچ نه ڪرڻ گهرجي. جسم کي خوب چڱيءَ طرح ولوڙڻ گهرجي، تان ته اهو روح کي ظاهر ڪري. روح کي مخفي هجڻ جي ڪري معدوم نه سمجهڻ گهرجي. هي فاني جسم، روح باقي جو دليل آهي. روح جيستائين جسم ۾ آهي ته جسم کان اهي افعال ظاهر ٿين ٿا، جيڪي روح جي نڪرڻ کان پوءِ ختم ٿي وڃن ٿا، معلوم ٿيو ته روح به ڪا شيءِ آهي. مست، ساقيءَ جي خوشامد ڪندا آهن، معلوم ٿئي ٿو ته ساقي موجود آهي. روح جسم ۾ لڪل آهي، تون ان کي جهڙو بنائيندين اهڙو بنجي ويندو.

**ان معنيٰ ۾ ٻيو مثال**

هن مثال مان به هي سمجهائڻ مقصد آهي ته، ظاهر ۽ موجود، مخفي شيءِ جي وجود جو دليل ٿئبي آهي.

ہست باز ہمای آں شیر عَلَم

مخبری از بادِ ہای نکتستم

ترجمو: "ڪپڙي جي جهنڊي تي شينهن جي تصوير ٻڌائي ٿي ته جهنڊي جو ڦڙڪڻ ۽ شينهن جي تصويرن جو مختلف

طريقي تي متحرڪ هجڻ، هوا جي وجود جو دليل آهي.“
شينهن جي حرڪتن مان انسان سمجهي ٿو ته هوا هلي رهي آهي، ڇاڪاڻ ته پردو ڇُري پيو. انساني جسم کي جهنڊي جو شينهن سمجهو. فڪر ۽ ارادو جيڪو روح مان پيدا ٿئي ٿو، ان کي هوا سمجهو. انسان کي جيڪي خيال مشرق کان اچن انهن کي هوا ۽ جيڪي مغرب کان اچن، انهن کي ڪثرت چوڻ گهرجي، پر فڪر جي هوا جو مشرق ۽ مغرب هي مشرق ۽ مغرب مراد ناهي. هوا بي روح شيءِ آهي، ان جو مشرق به بي روح آهي. روح جنهن مان فڪر پيدا ٿيو آهي ان جو مشرق قلب ۽ دل آهي. روح جنهن قلب کي روشن ڪيو آهي، هي ڏينهن جو سج ان جي ڪل ۽ عڪس آهي. جيڪڏهن دل کي روشن ڪرڻ وارو خورشيد يعني روح نه هجي ته پوءِ رات ڏينهن نظر نه ايندا ۽ دنيا جو سج بيڪار ٿي ويندو آهي سج نه هجي ۽ روح پاڪيزه هجي ته انسان سڀڪجهه ڏسي سگهي ٿو ۽ ان جو ڪم منظم هوندو آهي. روح خواب ۾ سج چنڊ کان سواءِ سڀ ڪجهه ڏسندو آهي.
مشهور معقولو آهي: اَلنَّومُ اَخُ المَوت: ”ننڊ موت جي ڀيڻ آهي.“ انهيءَ ڪري جڏهن ننڊ جي حالت ۾ انسان سڀ ڪجهه ڏسي ٿو ته مرڻ کان پوءِ به سڀ ڪجهه ڏسي سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪو هيئن چوي ته، خواب ۾ اهي شيون نظر اچن ٿيون، جيڪي انسان سج ۽ چنڊ جي روشنيءَ ۾ ڏسي ٿو. انهيءَ ڪري اهو چوڻ ته، روح پنهنجي ڏسڻ ۾ چنڊ سج کان بي نياز آهي، غلط آهي. انسان خواب ۾ اهي نظارا ۽ صورتون ڏسي ٿو، جيڪي هو ڪوشش سان به سج چنڊ جي روشنيءَ ۾ نٿو ڏسي سگهي. جيڪڏهن انسان اهي واقعا اکين ڏٺا هجن، جيڪي خواب ۾ ڏٺا آهن ته، پوءِ تعبير لاءِ ڪڏهن ڪونه ڊوڙي، انهيءَ ڪري هيءُ چوڻ ته، خواب سچاڳي يا بيداري جي ڏسڻ جو اثر آهي، غلط آهي. هي ته اسين عوام جي خواب جي ڳالهه ڪري رهيا هئاسين. خواص جو خواب ته ان کان به وڌيڪ غيب جا اسرار ڏيکاريندو آهي.
هاٿي هندستان جو جانور آهي، جڏهن اهو ٻئي ملڪ ۾ سُک جي ننڊ سمهي ٿو ته خواب ۾ هندستان جا حسين نظارا ڏسي ٿو ۽ مست ٿي وڃي ٿو. اسرار غيبي به ان روح کي خواب ۾ نظر ايندا جنهن جو تعلق عالمِ غيب سان ائين هجي، جيئن هاٿيءَ جو هندستان سان آهي. گڏهه ۾ اها ڳالهه نه آهي جو اهو هندستان کي خواب ۾ ڏسي ۽ مست ٿي پوي. ان کي اهو رتبو به حاصل نه آهي جو ڪيس هندستان مان ورتو وڃي. روح هاٿيءَ وانگر هوندو، اهو پنهنجي اصلي وطن عالمِ غيب کي خواب ۾ ڏسندو. هاٿي هندستان کي ياد ڪري ٿو ته، ان جي ياد ۽ منظر خواب ۾ ان لاءِ مقصد ٿي وڃن ٿا. الله جو ذڪر ۽ يادگيري روح کي هاٿي صفت بنائي ڇڏي ٿي، پر اهو ڪم هر ڪنهن جو نه آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته، الله تعاليٰ پاڪ روح ۽ نفس مُطمئن کي فرمائيندو آهي ته: ارْجِعِيٓ إِلَىٰ رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً ﴿٢٨﴾ (الفجر:28) ”پنهنجي خدا ڏانهن موٽي وڃ، تون به خوش ۽ خدا به تو مان راضي ۽ خوش آهي.“ جيتوڻيڪ هاٿي وانگر ٿيڻ آسان نه آهي، پر مايوس ٿيڻ نه گهرجي، پاڻ ۾ تبديليءَ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. الله وارن جي صحبت اختيار ڪر، تو ۾ تبديلي پيدا ٿي ويندي. جيڪڏهن توکي الله وارا نظر نه اچن ته انهن جا آثار ڏس. نيڪ بندن جا تصرفات جاري آهن.
حضرت ابراهيم عليه السلام جو روح هاٿي بنيو ته، هن روحاني وسعت کي حجاب کان سواءِ ڏٺو. عالم غيب جي مشاهدي جو اثر هيءُ ٿئي ٿو ته انسان خواب مان ديوانو بنجي اٿي ٿو. جيڪو عالمِ غيب جو خواب ۾ مشاهدو ڪري ٿو، اهو تدبيرن کي ڇڏيو ڏئي. حضور صلي الله عليه وسلم ارشاد فرمايو ته. دل ۾ نور پيدا ٿيڻ جي علامت هيءَ آهي ته، انسان دنيا کان متنفر ۽ آخرت جو مشتاق بنجي ويندو آهي.

**حقيقي بادشاهيءَ جو راز سمجهه ۾ اچڻ:**

ان شهزادي جي حڪايت جنهن کي حقيقي بادشاهي سمجهه ۾ اچي ويئي، ”۽ جنهن ڏينهن انسان پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ ڀاءُ کان ڀڄندو “(عبس:34-35) اهو ڏينهن سندس ان جي اڳيان اچي ويو. اُن مٽيءَ جي ڍير جي بادشاهي جنهن

کي ھاراٽي طبيعت وارا قلعو فتح ڪرڻ چوندا آهن، اهو ھار جيڪو مٽيءَ جي ڍير تي ويهي چوي ته قلعو منهنجو آهي، ٻيا ھار ان تي رشڪ ڪن ٿا، ڇاڪاڻ ته مٽي ھارن جي موسمِ بهار آهي.

اهو شهزادو جڏهن رنگن جي قيد مان ڇُٽو ته چوڻ لڳو: آئون هن رنگ برنگي خاڪ ڪي ساڳيو ئي بي مله مٽيءَ جو ڍير چوان ٿو. سون، اطلس ۽ اڪسون ڪونه ٿو چوان، آئون اِن رهزن اڪسون ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ويس ۽ هڪدم ٽپي ويس ۽ اسان ڪيس ٻچپن ۾ حڪم عنايت ڪيو. الله جي رهنمائيءَ جي لاءِ سالن جي رياضت جي ضرورت نه آهي. "ڪُن فيڪون "واري قدرت ۾ ڪو به شخص قابليت جي ڳالهه ڪو نه ٿو ڪري.

**هڪ بادشاه جو قصو، جنهن حقيقي بادشاهت ڏسي ورتي ۽ قيامت جو منظر سندس اڳيان اچي ويو هو**

هو دنياوي بادشاهت ڪي ھارن جي مٽيءَ جي ڍير جي بادشاهت سمجهڻ لڳو هو. ھار ڪيڏڻ دوران مٽيءَ جو ڍير ٺاهيندا آهن. جيڪو ھار راند ۾ ڪٽي ويندو آهي، اهو ٽپي ان ڍير تي وهندو آهي ۽ چوڻ لڳندو آهي ته، هيءُ منهنجو قلعو آهي، جيڪو مون فتح ڪيو آهي ۽ ٻيا ھار ان تي ريس ڪرڻ لڳندا آهن.

بادشاہے داشت یک زیبا پسر
ظاہر و باطن مزیّن از ہنر

ترجمو: "ڪنهن بادشاه کي هڪ حسين پٽ هو، جنهن جو ظاهر ۽ باطن هُنر سان سينگاريل هو."

ان بادشاه خواب ۾ ڏٺو ته سندس اهو حسين ڇوڪرو مري ويو آهي، اِن خواب بادشاه کي مرڻ پيڙو ڪري ڇڏيو ۽ هن جو جسم بيڪار ٿي ويو، پر اڃان عمر باقي هئي، انهيءَ ڪري سجاڳ ٿيو. سجاڳ ٿيندي ڪيس اهڙي خوشي ٿي جهڙي عمر ڀر ڪڏهن ڪونه ٿي هيس. هاڻي خوشيءَ ۾ نٿي ماپيو، انتهائي گهڻي خوشي به موت جو سبب بڻجي ويندي آهي پر جسم روح جي لاءِ طوق بڻجي ويو ۽ ان کي پرواز ڪرڻ نه ڏنائين.

هي عجيب تماشو آهي، جو زندگيءَ جو ڏيئو غم سان به اُجهامي ٿو ۽ خوشيءَ سان به! موت جي انهن ٻنهي سببن جي وچ ۾ انسان زنده رهي ٿو ۽ ان تي ڪِل اچي ٿي ته انسان جو جسم روح جي ڳلي جو هار بڻيل آهي. بادشاه سوچيو ته، اهڙو غمناڪ خواب ايتري قدر خوشيءَ جو سبب بڻجي! اهو سڀ ڪجهه الله جي طرفان ٿي رهيو آهي. اهو ئي خواب موت جو سبب هو ۽ اهو ئي خواب زندگي ۽ خوشيءَ جو سبب به ٿيو. گهڻيون اهڙيون شيون آهن جيڪي هڪ طرف موت جو سبب بڻجن ٿيون ته، ٻئي طرف زندگيءَ جو سبب پڻ بڻجن ٿيون. جسماني خوشي دنياوي اعتبار سان ڪمال آهي، آخرت جي اعتبار سان زوال آهي. تعبير ڏيڻ وارا خواب ۾ ڪِل جو تعبير رنج ۽ غم سان ۽ روئڻ جو تعبير مُسرت ۽ خوشيءَ سان ڪن ٿا. بادشاه سوچيو ته، جيتوڻيڪ خواب جي ڳالهه ختم ٿي ويئي آهي، پر هڪ بدظني باقي آهي. هاڻي جيڪڏهن خدانخواسته ڇوڪرو مري ته، ان جي ڪا يادگار باقي رهڻ گهرجي. خدا ڪري ڇوڪري جي مرڻ جو صدمو ۽ ڏک مون کي نه پهچي. بهرحال احتياط جي تقاضا آهي ته اُن جي يادگار جو بندوبست ڪجي. موت جا سوين سبب آهن، انهن تي قابو پائڻ مشڪل آهي. موت اچڻ جا سوين رستا ۽ دروازا آهن، جڏهن اهي کلن ٿا، ته انهن جا طاق چيڪاٽ ڪندا آهن، دنيا جي حرص جي ڪري انهن جو آواز ڪن نٿا ٻڌن. جسم جا درد ۽ دشمنن جا ظلم موت جي دروازن جا چيڪاٽ آهن، مطلب ته هر مرض جو بدن ۾ رستو آهي.

بادشاه اهو به سوچيو ته منهنجي پٽ جو اولاد نه آهي. خدانخواسته پُٽ مري ته پويان پوٽو ته هجي. بادشاه جي تدبير اهڙي ئي هئي، جيئن باخدا انسان ڪندو آهي ته جسم موڪلائي وڃي ته به روح جو ڏيئو روشن رهي. بادشاه ۽ عارف جي ڪم ۾ فرق هي آهي ته هُن فاني جو بدل فاني سوچيو، يعني پُٽ جو بدل پوٽو. بادشاه جيڪا تدبير ڪئي، اها درست نه هئي، ڇاڪاڻ ته هو خوديءَ ۾ مبتلا هو. انهيءَ ڪري ان جي گفتگو مصيبت کان ٻاهر نڪرڻ جي نه هئي.

**نسل ختم ٿيڻ جي ڊپ کان بادشاهه طرفان پنهنجي پٽ لاءِ ڪنوار ڳولڻ**

پس عروسے خواست باید بہر اُو

تابماند زیں تزوج نسلِ اُو

ترجمو: ”هِن لاءِ هڪ ڪنوار تلاش ڪرڻ گهرجي، تان ته اُن نڪاح سان هن جو نسل باقي رهي.“

جيئن ته پٽ ۾ پيءُ جي خوشبوءِ هوندي آهي، انهيءَ ڪري حضور ﷺ فرمايو ته: الْوَلَدُ سِرُّلِاَبِيهِ، ”پُٽ پيءُ جو راز آهي.“

ڪاريگر اولاد کي پنهنجو هنر سيکاريندو آهي، تان ته اهو هُنر اُن جي مرڻ کان پوءِ به باقي رهي. الله تعاليٰ والدين ۾ اهو جذبو هن لاءِ رکيو آهي ته، وڏڙن جو هنر انهن کان پوءِ به باقي رهي. بادشاهه چيو ته، آئون به پنهنجو نسل باقي رکڻ جي لاءِ پنهنجي پُٽ جي شادي ڪندس. پُٽ جي ڪنوار ڪنهن نيڪ شخص جي ڌيءُ کي بنائيندس. باخدا انسان کي شاهه چوڻ گهرجي. دنيادار ته شرمگاهه ۽ خلق جو قيدي هوندو آهي. عام بادشاهه کي بادشاهه چوڻ ائين آهي، جيئن حبشيءَ جو نالو ڪافور رکيو وڃي. اها ابتڙ ڳالهه آهي، عام طور تي بادشاهه ڪائڻ پيئڻ ۽ عياشيءَ جا قيدي هوندا آهن. حبشي ڪارو هوندو آهي، ڪافور اڇو هوندو آهي. فارسيءَ ۾ مغازه جي معنيٰآهي ڪاميابيءَ جي جڳهه پر جهنگ کي به مغازه چيو ويندو آهي، حالانڪ اهو هلاڪت جي جاءِ آهي. ڪوڙهه واري کي نيڪ بخت چيو ويندو آهي، حالانڪ ان کان وڏيڪ بدنصيب ڪير هوندو!

**بادشاهه جو نيڪ شخص جي ڌيءُ کي پسند ڪرڻ**

بادشاهه پُٽ جي ڪنوار بنائڻ لاءِ هڪ نيڪ شخص جي ڇوڪريءَ کي پسند ڪيو، پر زال ان تي اعتراض شروع ڪيو.

ایں سُخن رانے ست پایاں خواست جُفت

بہرِ پورِ خویشتن شاہ از نہفت

ترجمو: ”هن ڳالهه جو خاتمو نه آهي، بادشاهه لِڪي لِڪي پنهنجي پٽ جي لاءِ ڪنوار گهري ورتي.“

شريعت ۽ عقل چوي ٿو ته، ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جو جوڙ هجڻ گهرجي. زال بادشاهه کي چيو ته تون خرچ کان ڊڄي فقير گهراڻي ۾ پٽ جي شادي ڪرڻ چاهين ٿو. حقيقت ۾ نيڪ ۽ قناعت پسند انسان کي فقير چوڻ درست نه آهي، جيڪڏهن انسان تقويٰ جي ڪري قناعت اختيار ڪري ته ان کي گدا نٿو چئي سگهجي. گدا ۽ قانع ۾ وڏو فرق آهي. گدا هڪ پئسي جي لاءِ ڪنڌ جهڪائيندو آهي ۽ قانع خزانن کي لت هڻندو آهي. جيڪو بادشاهه ڪمائڻ ۾ حلال ۽ حرام جو فرق نه ڪري، بزرگ ان کي گدا چوندا آهن. راڻيءَ چيو ته، انهن ماڻهن وٽ نه علائقو آهي ۽ نه قلعو، جو اهو ڇوڪريءَ کي ڏاج ۾ ڏيندا، نه ڇوڪريءَ جي رخصتي وقت ڏوليءَ تان اڇلائڻ لاءِ جواهر ۽ موتي آهن. بادشاهه راڻيءَ کي چيو ته، مون کي هاڻي دين جو فڪر آهي ۽ جيڪو شخص دين جي فڪر ۾ لڳي ويندو آهي، اهو غمن کان آزاد ٿي ويندو آهي. انهيءَ ڪري مون کي ڏاج وغيره نه هجڻ جو ڪو غم ۽ فڪر نه آهي! نتيجو هي ٿيو جو بادشاهه راڻيءَ جون ڳالهيون ڪونه مڃيون ۽ هڪ نيڪ شخص جي نياڻي پُٽ جي ڪنوار ڪري وٺي آيو. هوءَ انتهائي حسين هئي، سندس حُسن بيان کان ٻاهر آهي. انسان کي دين حاصل ڪرڻ گهرجي، ٻيون شيون ان جي تابع آهن، اهي اصل مقصود نه هئڻ گهرجن. آخرت جو مثال اُٺن جي قطار وانگر آهي ۽ دنيا جو مثال انهن جي پولڙن ۽ وارن وانگر آهي. جيڪڏهن تون فقط انهن جي ڏاس جي فڪر ۾ لڳين ته قطار هٿ ڪونه ايندءِ!

### هڪ ڪابلي ڪراڙيءَ جو شهزادي تي جادو ڪرڻ

چوں بر آمد ایں نکاح آں شاہ را
نژادِ صالحان و اولیا

ترجمو: ”جڏهن شهزادي جو نڪاح نيڪن ۽ ولين جي نسل سان ٿي ويو.“

شاديءَ کان پوءِ شهزادي تي هڪ ڪراڙي جادوگرياڻي جادو ڪيو، جيڪا ڪابل جي رهواسڻ هئي. اها ڪراڙي شهزادي تي عاشق ٿي پيئي هئي ۽ شهزادي کي پنهنجي چار ۾ ڦاسايائين. شهزادو ان خبيث جي عشق ۾ مدهوش رهڻ لڳو ۽ ڪمزور ٿي ويو. هڪ سال تائين شهزادو اُن جي قيد ۾ سندس ٻڌو ٻانهو ٿي رهيو اُن ڪراڙيءَ جي هم بستري سان هو ڳري نهل ٿي ويو هو. ٻيا ان جي ڪمزوريءَ کي ڏسي مٽي جي سور ۾ مبتلا ٿيا پر شهزادو پاڻ پنهنجي حالت کان بي خبر هو.

بادشاهه شهزادي جي غم ۾ روئيندو هو پر شهزادو وري بادشاهه تان ڪلندو هو. بادشاهه ان معاملي ۾ لاچار هو. هو صدقو ۽ خيرات ڪندو رهيو ته من اها مصيبت ٽري وڃي. جيڪڏهن بادشاهه جادوءَ جو ڪو ٽوڙ ڪرائيندو هو ته جادو اجا وڌيڪ مضبوط ٿي ويندو هو. جڏهن ڪا تدبير ڪارگر نه ٿي تڏهن ان کي يقين ٿي ويو ته اهو سڀ ڪجهه الله جي طرفان آهي، ان جي اڳيان روئڻ ۽ دعا ڪرڻ گهرجي، انهيءَ ڪري بادشاهه الله جي عبادت ڪرڻ ۽ ان کان دعائون گهرڻ شروع ڪيون: اي الله! بيشڪ، تنهنجو ئي حڪم آهي، آئون اگربتي وانگر ٻري رهيو آهيان، تون منهنجي دستگيري فرماءِ!

### ڪابلي جي جادوگرياڻيءَ کان ڇوٽڪاري جي باري ۾ بادشاهه جي دعا قبول پوڻ

تاز یارب یا رب وافغانِ شاہ
ساحرے اُستاد پیش آمد زراہ

ترجمو: ”بادشاهه يا رب يا رب پُڪاري فرياد پئي ڪئي ته ايتري ۾ هڪ استاد جادوگر سفر ڪري اتي پهتو.“

بادشاهه يا رب، يا رب چئي ٻاڏائي رهيو هو ته ايتري ۾ هڪ جادوگر پهچي ويو. ان جادوگر ٻڌو هو ته، شهزادو جادوگرياڻيءَ جي ڦنڌي ۾ ڦاٿو آهي، ڇاڪاڻ ته ان پوڙهيءَ جادوگرياڻي جي ڏاڍي مشهوري هئي. دنيا ۾ هنرمند کان وڌيڪ هنرمند پيا آهن. سيئي هنر خدا تي وڃي ختم ٿين ٿا. سيئي دريا سمنڊ ۾ وڃي ڪِرن ٿا، سمنڊ جا بخار ڪڪر بنجي وسن ٿا. بادشاهه ان نئين آيل جادوگر کي چيو ته شهزادو اسان جي هٿ مان نڪري ويو آهي! جادوگر چيو، آئون ان جو علاج بنجي آيو آهيان، پوڙهيءَ جي جادوءَ کي ٽوڙڻ وارو مون کان سواءِ ڪو جادوگر نه آهي. جيئن حضرت موسيٰؑ جي يَدِبيضاءِ، لَٺ جي معجزي سيني جادوگرن کي شڪست ڏني هئي، تيئن آئون اُن جو مقابلو ڪري سندس جادوءَ کي تباهه ڪندس. منهنجو علم خداوندي الهام سان آهي. مون ڪنهن جادوگر کان ڪونه سکيو آهي.

جادوگر چيو: صبح جي وقت قبرستان وڃو، اتي توهان کي پٽ جي پاسي ۾ هڪ سفيد قبر ملندي. اُن جادوگر بادشاهه کي چيو ته، ان اڇي قبر کي قبلي واري پاسان کوٽجو، پوءِ توهان کي خدا جي قدرت نظر ايندي. ان پوڙهيءَ هڪ وار ۾ سوين ڳنڍيون ڏئي جادو ڪيو هو، جيڪو اُن قبر مان نڪتو. بادشاهه اُن وار کي جادوگر وٽ کڻي آيو. جادوگر وارُ جون ڳنڍيون کوليون ۽ شهزادي کي جادوءَ کان ڇوٽڪارو ڏياريو. جادو ختم ٿيڻ کان پوءِ شهزادو فوراً پيءُ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. پنهنجي فعل تي شرمندو هو ۽ پنهنجو پاڻ کي مُجرم قرار ڏئي رهيو هو. وري پاڻ سان گڏ تلوار ۽ ڪفن به آندائين. جنهن ڏينهن جادو ٿيو اهو به هڪ ڏينهن هو ۽ اڄ جڏهن جادو ختم ٿيو ۽ خوشيون

ملهائجي رهيون هيون، هيءَ بہ ڏينهن آهي. بادشاهہ انتهائي خوش ٿيو ۽ الله تعاليٰ سان راز و نياز جون ڳالهيون ڪري رهيو هو. جڏهن جادو ختم ٿي ويو تہ، پنهنجي معاملي تي شهزادو حيران هو. هاڻي پنهنجي زال وٽ ويو تہ ان کي انتهائي حسين ڏٺائين، اُن جو حسن ڏسي ڪري بيهوش ٿي ويو ۽ ٽي ڏينهن بيهوش رهيو، جنهن ڪري ماڻهو پريشان ٿي ويا. بيهوشيءَ جو علاج ٿيو، تڏهن آهستي آهستي ان کي هوش آيو. هڪ سال کان پوءِ گفتگو دوران بادشاهہ شهزادي پُٽ کي چيو تہ، پنهنجي ڪراڙيءَ جادوگرياڻيءَ کي بہ ڪڏهن ياد ڪندو ڪر! شهزادي چيو تہ مون دارالسرور (يعني جنت) حاصل ڪئي، هاڻي مون کي دارالغرور (پوڙهي جادوگرياڻيءَ جي ضرورت نہ آهي. جيڪا حالت شهزادي جي هئي، جو هُن پوڙهيءَ کي ياد ڪرڻ بہ پسند نٿي ڪيو، اها ئي حالت هڪ مومن جي ان وقت هوندي آهي، جڏهن ان کي نورِ خداوندي حاصل ٿي ويندو آهي. پوءِ هو دنيا جي ظلمت ڪده کي ياد ڪرڻ بہ پسند ڪونہ ڪندو آهي.

**شهزادو: انسان سمجهہ سندس پيءُ: حضرت آدمؑ، ڪابلي ڪُراڙي: هيءَ دنيا سمجهہ!**

اے برادر داں کہ شہزادہ توئی
در جہانِ کہنہ زادہ از نوی

ترجمو: "اي ڀائڙا! ڄاڻ تہ تون پاڻ شهزادو آهين. پراڻي دنيا ۾ تون نئون پيدا ٿيو آهين."

اسان هن قصي ۾ جيڪو شهزادو چيو آهي، اُن مان هر آدم زاد (انسان) مراد آهي ۽ ڪابلي جادوگرياڻي مان مراد دنيا آهي، جنهن بني آدم تي جادو ڪيو آهي.

حضورﷺ دنيا کي جادوگرياڻي فرمايو آهي، جيڪا انسانن کي جادوءَ جي کوهہ ۾ بند ڪندي آهي. جادو جو توڙ هر شخص جي وس جي ڳالهہ نہ آهي. دنيا جي جادوءَ جون ڳنڍيون جيڪڏهن صرف عقل کولي سگهي ها تہ پوءِ نبين ۽ رسولن جي اچڻ جي ڪا ضرورت نہ هئي. "اللّٰہَ یَفۡعَلُ مَا یَشَآءُ" (الحج:18) خدا جيڪي چاهيندو آهي، اهو ڪندو آهي. شهزادو تہ جادوگرياڻيءَ جي ڄار ۾ هڪ سال رهيو، تون سٺ سال يعني پنهنجي سڄي عمر دنيا جي ڄار ۾ ڦاٿل آهين. اهڙيءَ طرح تنهنجي دنيا توڙي دين ٻئي برباد آهن. دنيا منتر پڙهي جيڪا ڳنڍ ڏني آهي، اها ڏاڍي سخت آهي. اها الله تعاليٰ جي قوت سان ئي کلندي آهي. جهڙيءَ طرح شهزادو پنهنجي حقيقي ڪنوار سان ملي ويو هو، تون بہ پنهنجي حقيقي محبوب کي حاصل ڪر ۽ دنيا جو ڪنڊو پنهنجي پير مان ٻاهر ڪڍ. ان جي ترڪيب هيءَ آهي تہ فنا جو درجو حاصل ڪر. جڏهن فنا جو درجو حاصل ٿي ويندو، تہ پوءِ ڪڏهن بہ خودي اختيار ڪونہ ڪندين ۽ دنيا کان ڪناره ڪش ٿي ويندين. جڏهن بصيرت جي نگاهہ ڪاڻ هوندي آهي تہ انسان ڪاٻا ڪامان ڪونہ ڏسندو آهي ۽ ٺوڪر ڪائيندو آهي. حضرت يعقوبؑ جي بينائي حضرت يوسفؑ جي قميص جي خوشبوءَ سان روشن ٿي ويئي هئي. قدرت جا نظارا ڏسڻ سان تنهنجي نظر روشن ٿي ويندي ۽ تون مشاهدي تائين پهچي ويندين. انبياء کي چشمِ بصيرت ائين ئي حاصل آهي. هِن نور جو مشاهدو شهوت جي باهہ کان ڇوٽڪارو ڏئي ٿو. عارضي دنياوي نور فقط عارضي شين کي ڏيکاري ٿو ۽ عقلي بصيرت کي بيمار بنائي ٿو. عارضي نور بظاهر نور آهي، پر حقيقت ۾ نار (باهہ) ۽ تباهيءَ جو سبب آهي. عارضي نور وارو هميشہ ٺوڪرون ڪائيندو رهندو آهي، هن نور واري انسان جي دوربيني ائين آهي، جيئن سُتل انسان جي هوندي آهي.

سُتل جي دوربيني هيءَ آهي تہ دريا ڪناري پياسو ستو پيو آهي ۽ ڏور رُڃ ڏسي رهيو آهي، جيڪا ڪيس پاڻي نظر اچي رهي آهي ۽ سمجهي رهيو آهي تہ آئون ڏاڍو دوربين آهيان، پري کان پاڻي ڏسي رهيو آهيان! هو، خواب ۾ دوستن سان پنهنجي دوربينيءَ جي ٻڙاڪ هڻي رهيو آهي ۽ چوي ٿو تہ، مون پري کان پاڻي ڏٺو آهي، اُتي هلو. نهر کي ڇڏي خواب ۾ جيتري قدر رُڃ ڏانهن ڀڄي رهيو آهي، پاڻيءَ کان ايتري قدر پري ٿي رهيو آهي. رُڃ تائين پهچڻ جو

ارادو نهر جي اُن پاڻيءَ ۾ رڪاوٽ بنجي رهيو آهي، جيڪو ڪيس ويجهو هو. گهڻا اهڙا شخص هوندا آهن، جن جو ارادو انهن کي مقصد کان پري ڪري ڇڏيندو آهي. سُتل جو ڪنهن شيءِ کي ڏسڻ محض خيال هوندو آهي، جيڪو بيڪار آهي. تون ننڊ ۾ آهين، جيڪڏهن توکي سمهڻو ئي آهي ته الله جي رستي تي سُمهه! شايد ڪو الله جو نيڪ ٻانهون اتان اچي لنگهي ۽ توکي خوابن خيالن مان ڪڍي حقيقت سان همڪنار ڪري ڇڏي. تون سُتل آهين، پنهنجي تدبير سان رستو ڪونه لهندين، ڪنهن خدا واري جو هٿ جهل. سُتل شخص تي چوليون ۽ لهريون به اينديون آهن، تڏهن به رُڃ ڏانهن ڊوڙندو آهي. نهر جي پرسان سُتل اُڃ محسوس ڪندو آهي جڏهن ته پاڻي بلڪل ان جي ويجهو هوندو آهي. اهو ئي حال دنيا وارن جو آهي جو خدا جي ذات انهن کي ويجهي آهي، پر اُهي اُن ڏانهن وک نٿا وڌائين.

### ڏڪار ۾ مُسڪرائيندڙ زاهد

اُن زاهد جي حڪايت جيڪو ڏڪار ۾ مُفلسي ۽ گهڻي عيالداريءَ جي باوجود مُسڪرائي رهيو هو ۽ خوش هو. جڏهن ته ٻيا ماڻهو بک مري رهيا هئا. ماڻهن ڪيس چيو ته، تعزيت جو وقت آهي، خوشيءَ جو وقت نه آهي. هُن چيو ته مون کي ڪا پرواهه نه آهي.

*همچُناں کاں زاهد اندر سالِ قحط*
*بُود اُو خندان و گریاں جمله رَهط*

ترجمو: ”اهڙيءَ طرح اهو زاهد جيڪو ڏڪار واري سال ۾ مسڪرائي رهيو هو ۽ سڀ قبيلي وارا روئي رهيا هئا.“

جهڙيءَ طرح سُتل جي ڪيفيت هوندي آهي، اهڙي ئي حالت انهن ماڻهن جي آهي، جن اُن درويش تي اعتراض واريو. ڏڪار جي ڪري ڪٿي سئو ته ڪٿي ڏهه ماڻهو مئا پيا آهن. ماڻهن چيو ته: توکي رحم نٿو اچي؟ ان نيڪ شخص چيو ته، توهان جي نظر ۾ اهو ڏڪار آهي، منهنجي نظر ۾ بهشت آهي. آئون هر جاءِ تي پنهنجي اوچي پوک ڏسي رهيو آهيان، جيڪا مون کي چيلهه تي اچي ٿي. پوک جا پن هوا تي لُڏي رهيا آهن. آزمائڻ جي لاءِ آئون ان پوک تي هٿ به ڦيرايان ٿو. هاڻي آئون پنهنجن هٿن ۽ اکين کي ڪوڙو ڪيئن چوان؟ توهان پنهنجي فرعوني جسم جا دوست آهيو، انهيءَ ڪري فرعون وانگر توهان کي به نيل نديءَ جو پاڻي رت نظر اچي ٿو. عقل جيڪو بمنزله موسيٰ عليه السلام جي آهي، ان جا يار بنجو، تڏهن توهان تي حقيقت حال واضح ٿيندي.

انسان جي پنهنجي اندروني ڪيفيت حقيقتن کي تبديل ڪري ڇڏيندي آهي. جيڪڏهن انسان پيءُ کان ناراض ٿي وڃي ته اهو اُن کي وحشي نظر ايندو آهي، پنهنجي باطني ڪيفيت جي ڪري حضرت يوسف عليه السلام پنهنجي ڀائرن کي بگهڙ نظر آيو ٿي. جيڪڏهن پيءُ سان محبت هجي ته اهو سراسر رحمت نظر ايندو آهي.

### سڄو جهان عقل ڪل جو مظهر آهي

عقل ڪل سان سڌو نه هلڻ پنهنجو پاڻ تي ظلم آهي. جهان جي صورت عام طور تي تنهنجو غم وڌائيندي. جيئن تو پيءُ سان برائي ڪئي ته پيءُ جي صورت تنهنجو غم وڌائيندي ۽ ان کي ڏسي نه سگهندين، توڙي جو ان کان پهريان هو اکين جو نور ۽ روح جي راحت رهيو هجي. سڄو جهان الله تعاليٰ جو مظهر ۽ ان جو پيدا ڪيل آهي، ان اعتبار سان اهو سڄي جڳ جو پيءُ آهي. جيڪڏهن توهان جي دل ۾ ان کان بيزاري آهي ته پوءِ هيءُ سڄو جهان توهان کي غير واقعي صورت نظر ايندو.

*کُلِّ عالَم صورتِ عقلِ کُل ست*
*کوست بابای هر آں کاهل قُل ست*

ترجمو: ”پورو جهان عقل ڪل جي صورت آهي، اهو هر ان شخص جو پيءُ آهي، جيڪو قول وارو آهي.“

مولانا رومي عقل ڪل جو گهڻين شين تي اطلاق ڪري ٿو. هتي الله تعاليٰ مراد آهي. قول جو مطلب اهي روح جن ازل ۾ الست بِربڪم جي جواب ”بليٰ“ جو قول ڪيو هو. جڏهن انسان جي دل ۾ خدا ڪان انڪار هوندو آهي، تڏهن ان کي سڄو جهان خطرناڪ نظر ايندو آهي، جڏهن انسان جي دل ۾ خدا جي فرمانبرداري هوندي آهي ته ان کي سڄي زمين انگورن سان ڀريل نظر ايندي آهي. قيامت ۾ زمين ۽ آسمان بدلايا ويندا. ان بزرگ چيو: جيئن ته خدا سان منهنجي صلح آهي، انهيءَ ڪري مون کي سڄو جهان جنت نظر اچي ٿو. هر گهڙي مون تي نئين تجلي جو انڪشاف ٿئي ٿو ۽ طبيعت ملول نٿي ٿئي. ٽارين جو هوا تي لڏڻ مون کي صوفين جو رقص معلوم ٿئي ٿو ۽ پنن جو وڄڻ سُريلو آلاپ معلوم ٿئي ٿو. اهي تجليون مون تي ناسوت جي پردن مان پئجي رهيون آهن. جيڪڏهن سِڌيون پون ته ڪهڙو حال ٿيندو! مون هزارين حقيقتن مان هڪ ڳالهه به پوري ڪونه ٻڌائي آهي، ڇاڪاڻ ته ٻڌڻ وارا اهل ناهِن. جن جا عقل ناقص آهن، اهي انهن ڳالهين کي بمنزله خوشخبري جي ٻڌن ٿا. ڪامل عقل وارا انهن جو مشاهدو ڪن ٿا.

**حضرت عزيرؑ جي فرزندن جو قصو جيڪي پيءُ کان ئي پيءُ جو احوال پڇي رهيا هئا!**

هِن قصي جو خلاصو هي آهي ته ڪجهه ڳالهيون حجاب وارن لاءِ خوشخبري ۽ ڪاملن لاءِ مشاهدي جو درجو رکنديون آهن.

حضرت عزير هڪ سؤ سالن کان پوءِ جڏهن زنده ٿيو تڏهن سندن اولاد ٻڌو ته اسان جو پيءُ زنده ٿي اچي رهيو آهي. اهي ان جي ڳولا لاءِ شهر کان ٻاهر نڪتا. حضرت عُزير شهر ۾ اچي رهيو هو. هو ڪين رستي ۾ مليو پر سندس اولاد مان ڪن ڪيس نه سڃاتو ۽ ڪائنس پنهنجي پيءُ بابت خبرون معلوم ڪرڻ لڳا. ان تي حضرت عزير کين چيو ته هو اجا پنڌ ۾ آهي، اچي پيو. اها خبر ان اولاد جي لاءِ خوشخبري ٿي جن ڪيس ڪونه سڃاتو ۽ جن سڃاتو ته انهن جي لاءِ مشاهدو ٿي ۽ اهي خوشيءَ مان بيهوش ٿي ويا.

همچو پوران عُزيرؑ اندر گذر
آمده پُرسان ز احوالِ پدر

ترجمو: ”حضرت عزير (ؑ) جي اولاد وانگر رستي ۾ اچي ڪري پيءُ جو احوال دريافت ڪري رهيا هئا.“

حضرت عزيرؑ جو اولاد پوڙهو ٿي ويو هو پر هو پاڻ زماني جي تغيرات کان محفوظ هو. سندس ئي اولاد کيس نه سڃاڻي سگهيو. تڏهن طنزيه فرمايائين ته هائو، اهو مون کان پوءِ ايندو. حضرت عزيرؑ کين خوشخبري ڏيڻ جي دعا ڏني. ٻئي اولاد انهن کي سڃاتو ته گهڻي خوشيءَ مان بيهوش ٿي ويو. سڃاڻڻ وارن چيو: خوشخبري ڇا ٿيندي آهي. اهو مٺائيءَ جو ڍير اسان جي اڳيان آهي. ساڳي شيءِ ناقص عقل جي لاءِ خوشخبري جو درجو رکندي آهي. ڇو ته اهو مشاهدو نٿو ڪري سگهي. عقل ڪامل جي لاءِ اها مشاهدو آهي. هڪ ئي ڳالهه منڪرن جي لاءِ درد آهي. مومن جي لاءِ خوشخبري ۽ عاشق لاءِ مشاهدو آهي. عاشق مشاهدي ۽ ديدار سان مست رهندو آهي. انهيءَ ڪري اهو ڪافر ۽ رسمي مومن کان بالاتر آهي.

ڪفر ۽ رسمي ايمان ان عاشق جي در جا دربان آهن، ڇاڪاڻ ته اهو بمنزله مغز جي آهي ۽ ڪفر ۽ ايمان ٻئي اُن جا ڇلڪا آهن. انهن ٻنهي ڇِلڪن ۾ هي فرق آهي ته، ڪفر ته مشاهدي کان بلڪل مُنهن موڙيو آهي البت ايمان ڪجهه نه ڪجهه لذت چکي آهي. ڪفر سُڪل ڪل آهي، جيڪا ٻاهه ۾ ساڙڻ جي قابل آهي. عام مومنن جو ايمان اها ڪل آهي، جيڪا مغز سان ڳنڍيل آهي. عشق الاهي عام ايمان کان بالاتر آهي. انسانن پنهنجي عقل جي سون کي ميرو ڪري ڇڏيو آهي. سون جي ذرن تي ٺپو نٿو لڳائي سگهجي. معرفت جو ٺپو تڏهن لڳي ٿو جڏهن عقل گڏ هجي. انسان

پنهنجي عقل کي سوين ڏنڌن ۾ ورهايو آهي. عشقِ خداوندي انساني عقل کي هڪ نقطي تي گڏ ڪندو آهي. جيڪڏهن عقل کي ٿورو ٿورو گڏ ڪيو وڃي ته ڪجهه نه ڪجهه معرفت حاصل ٿي ويندي.

جيڪڏهن ان کي هڪ مثقال جي وزن کان وڌيڪ گڏ ڪندؤ ته پوءِ ان جو زرين جام بنجي ويندو. جيڪو بادشاهه جي مجلس ۾ هوندو ان کي بادشاهه جو مشاهدو حاصل ٿيندو. شاهي شراب تي بادشاهه جو نالو، لقب ۽ تصوير اُڪري ويندي آهي. هاڻي توکي دنيا جي هر شيءِ ۾ الله تعاليٰ جو جلوو نظر ايندو. اها ڳالهه هن لاءِ چئجي ٿي ته ٻُڌڻ وارن کي اِن جو يقين ٿي وڃي ته جيستائين تو ۾ شرڪ جي ڪيفيت آهي، تون يقين کان خالي آهين. مُشرڪ جي جان ۽ روح جو تعلق هڪ ذاتِ خداوندي تي مجتمع نه آهي، اها ڪائنات ۾ ورهايل آهي ۽ سوين معاملن ۾ تقسيم ٿيل آهي. جاهلن جي اڳيان ڪنهن مُدعا جي ثبوت لاءِ خاموشي بهتر ثبوت آهي. ڇڪ ۽ اوٻاسيءَ ۾ بي اختيار وات کلي ويندو آهي، اهڙيءَ طرح اسرارن جي بيان ۾ پڻ وات بي اختيار کلي ويندو آهي.

**”لَاَ ستغفِرالله رِبّي...“ حديث جو تفسير**

” آئون پنهنجي پالڻهار کان هر روز ستر دفعا مغفرت گهرندو آهيان.“

حضور ﷺ جن جو اهو استغفار به ان بناء تي هو ته بي اختيار معارف ظاهر ٿي ويندا هئا.

همچو پيغمبرؐ ز گفت و از نثار

توبه آرم روز من هفتاد بار

ترجمو: ”پيغمبر وانگر گفتگو ۽ راز نچاور ڪرڻ سان آئون ڏينهن ۾ ستر دفعا توبهه ڪريان ٿو.“

الله تعاليٰ چاهيو ته عالمِ آخرت جي ڏکي تاريخ ماڻهن کي معلوم ٿئي. انهيءَ ڪري هو ڪجهه رازن کي پڌرو ڪندو آهي، تان ته اهو بيخوديءَ ۾ اسرارن کي ظاهر ڪري. ايتري قدر پوشيده رازن جي ظاهر هجڻ جو اهو سبب آهي ته خدائي تقدير سان معرفتن جو چشمو ڦٽڻ لڳي. الله تعاليٰ جي رحمت جا دريا وهي رهيا آهن، پر توهان غفلت جي ننڊ ۾ سُتا پيا آهيو. سُتل جي اها حالت آهي جو دريا جون ڇوليون مٿس پون ٿيون ۽ ان جا ڪپڙا ته پاڻي پيئن ٿا، پر هو پاڻ پياسو رهندو آهي، هو فقط پاڻيءَ جي توقع تي خواب ۾ ڀڄندو آهي. گويا پنهنجو پاڻ کي دريا کان اجان وڌيڪ پري ڪري رهيو آهي.

جڏهن پاڻيءَ جو تصور ڪري رُخ ڏانهن ڀڄي ٿو ته واقعي پاڻيءَ کان پنهنجو پاڻکي محروم ڪري ٿو، جن جا روح سُتل آهن، اهي سُتل وانگر پري کان ڏسندڙ آهن. اُج جي حالت ۾ ننڊ ڪونه ايندي آهي، پر بي عقل جي اُڃ اُن کي وڌيڪ سُمهاريندي آهي. عقل اهو آهي جيڪو خدا جي طرفان عطا ٿيل هجي. عطارد ستاري جي تاثير سان انسان ۾ جنهن عقل جي نشونما ٿئي ٿي اهو حقيقت ۾ عقل نه آهي، انهيءَ ڪري هن دنياوي عقل سان انسان سمجهدار نٿو بنجي.

**ناقص عقل قبر کان اڳتي نٿو ڏسي ۽ باقي معاملن ۾ اهو نبين ۽ ڪامل انسانن جو مُقلد آهي**

دنياوي عقل جيڪو عطارد جي اثر سان پيدا ٿئي ٿو، ان جي ڊوڙ فقط قبر جي ڪَڌ تائين آهي، اُن کان پوءِ جا احوال اُن جي ادراڪ ۾ نٿا اچي سگهن. اهو فقط انبياء ۽ ڪامل انسان ئي ٻڌائي سگهن ٿا، جن کي خداوندي عقل حاصل آهي. اهي ماڻهو قيامت تائين جا احوال سمجهي وٺن ٿا.

پيش بيني اين خرد تا گور بود

وانِ صاحبدل بنفخ صور بود

ترجمو: ”هن عقل جي نهار قبر تائين آهي. صاحب دل جي ملڪيت صُور ڦوڪجڻ تائين آهي.“

هن غور فکر کان قطع نظر کر! مجاهدن ۾ مصروف رهي کري انتظار کر ته توکي موسوي نور ميسر اچي وڃي. مجاهدن جي حالت ۾ جيکو انتظار ۾ آهي، ان جي لاءِ ڳالهائڻ مفيد ناهي، پر ٻڌڻ مفيد آهي. ظاهري علم جي خواهش جو بنياد جاهه ۽ مرتبو آهي، جيڪا نفس جي خواهش آهي ۽ نفس جي خواهش کي پورو ڪرڻ راهِ طريقت ۾ بُت پرستي آهي. جيڪڏهن انسان کي وڏائي جي بنياد تي اسرارِ معرفت حاصل ٿين ته رسولن جي بعثت بيڪار هئي. انسان جو ناقص عقل ڪنوڻ جي عارضي تجليءَ وانگر آهي. جنهن جي روشنيءَ ۾ رستو طئي نٿو ٿي سگهي. ڪنوڻ جو جهٽڪو رستو طئي ڪرڻ جي لاءِ ناهي، پر ڪڪرن کي هيءُ حڪم ڏيڻ جي لاءِ آهي ته روئو! (وسو) انساني عقل جي ڪنوڻ يا وڄ هن لاءِ آهي ته انسان عشقِ الاهي ۾ روئي، ان سان فنا جو مقام حاصل ٿيندو آهي. ناقص عقل جو مثال ٻار وانگر آهي. اهو عقل ٻار کي هي ٻڌائيندو آهي ته اسڪول ۾ وڃ، پر اهو عقل ان کي تعليم نٿو ڏئي سگهي. بيمار جو عقل ڪيس ڊاڪٽر وٽ وڃڻ تي مجبور ڪندو آهي، پر ان جي لاءِ دوا تجويز نٿو ڪري سگهي. اهڙيءَ طرح عوام جو عقل ڪين نبي ۽ راهنما تائين پهچائي سگهي ٿو. راز سيڪارڻ نبي ۽ سونهين سردار جو ڪم آهي. جڏهن شيطان براهِ راست راز معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ته شهابِ ثاقب ڪين (اُمڙ) ڪيرائين ٿا ۽ انهن کي حڪم ملندو آهي ته اسرار جي تعليم نبيءَ کان حاصل ڪريو. اسرار حاصل ڪرڻ جو رستو نبي ۽ رهبر جي ذات آهي. انهن کي چيو ويندو آهي ته، آسمانن جو ڏگهو سفر ڪرڻ جي ضرورت نه آهي. اسان هڪ خاڪي يعني نبي کي راز ٻڌايا آهن. ان کان وڃي سکو. جيڪڏهن توهان ڪمند آهيو ته ڪنڊ بنجي ويندا. اهو نبي ۽ سونهون توهان جي مٽيءَ مان گاهه ڦٽائيندو، ڇاڪاڻ ته اهو مرتبي ۾ حضرت جبرائيلؑ جي گهوڙي جي سُنب کان گهٽ نه آهي.

حضرت جبرائيلؑ جڏهن اسرائيلين جي مدد لاءِ آيو هو ته سندس گهوڙي جو قدم جنهن جاءِ تي پوي پيو اها جاءِ سائي بنجي پئي وڃي. سامري اهو ڏسي ان جي پير جي مٽي کڻي گابي جي بُت ۾ وڌي. جنهن سان ان ۾ زندگيءَ جا آثار پيدا ٿي ويا. ان وقت ته مومن هئا پر سامري جي گمراهه ڪرڻ کان پوءِ مُشرڪ ٿي ويا.

جيڪڏهن توهان ڪامل انسانن جي صحبت ديانتداريءَ سان اختيار ڪندؤ ته اهو پردو هٽي ويندو جيڪو غيبي شين جي ڏسڻ ۾ رڪاوٽ آهي. باز جيستائين مالڪ سان مانوس ڪونه هوندو آهي ته ان جي مٿي تي هڪ ٽوپي رکي ويندي آهي، جنهن سان ان جون اکيون ۽ ڪن لڪل رهندا آهن. باز کي اها ٽوپي ان لاءِ پاتي ويندي آهي ته ان جو لاڙو مالڪ ڏانهن نه آهي ۽ ٻين بازن وانگر هوندو آهي. جڏهن انسان جو دنياوي شين ڏانهن لاڙو ختم ٿي ويندو آهي، تڏهن ان جو پردو هٽايو ويندو آهي. جيئن باز هم جنسن کان ڪٽجي مالڪ ڏانهن لاڙو ڪندو آهي ته، ان جي ٽوپي هٽائي ويندي آهي. الله تعالىٰ شيطانن کي گهات هٽي هن لاءِ ماري ڀڄايو آهي ته ناقص عقل واري کي مستقل نه بنجڻ گهرجي ۽ وڏائي ڇڏي ڪنهن الله واري جي راهه اختيار ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي استعداد کي ڪم ۾ آڻڻ گهرجي. ناقص عقل واري کي ڪامل بندي جو غلام بنجڻ گهرجي. الله واري جي غلامي بادشاهيءَ کان بهتر آهي. شيطان حضرت آدمؑ جي مقابلي ۾ پنهنجو پاڻ کي افضل قرار ڏنو هو، آدم بندگي اختيار ڪئي ۽ شيطان وڏائي ڪئي. ٻنهي جو فرق سمجهه، ڪهڙو نتيجو نڪتو؟

يٰاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا لَا تُقَدِّمُوۡا بَيۡنَ يَدَىِ اللّٰهِ وَ رَسُوۡلِهٖ وَاتَّقُوا اللّٰهَ جو بيان:

"اي مومنو! الله ۽ ان جي رسول جي اڳيان پيش قدمي نه ڪريو ۽ الله کان ڊڄو."

چون نبی نیستی ز اُمت باش
چونکه سلطان نه ای رعیت باش

ترجمو: "جڏهن تون نبي نه آهين ته امتي ٿيءُ جيڪڏهن بادشاهه نه آهين ته رعيت ٿيءُ!"

پانڊيئڙي کي خاموشيءَ سان سونهين جي تابعداري ڪرڻ گهرجي، پانڊيئڙي جو ڪم چُپ رهڻ ۽ راهنما جي هدايت تي عمل ڪرڻ آهي. پنهنجي طرفان ڳالهيون ٺاهڻ ۽ پنهنجي وڏائي جاٽائڻ تباهي آهي. جيڪڏهن تون سونهين اڳيان وڏائي ڪندين، جيتوڻيڪ تون صاحب استعداد آهين، ته تنهنجي اها استعداد برباد ٿي ويندي. پورو موچي ان وقت بڻبو آهي، جڏهن صبر ۽ محنت سان سکندو آهي. ورنه فقط جوراب ۽ جوتو ٽانڪڻ وارو بڻجي ويندو. جوتو ڳنڍڻ وارو جيڪڏهن صبر کان ڪم وٺي استاد کان سکندو ته هنرمند موچي بنجي ويندو.

شيخ بو علي سينا تي موت جي وقت جڏهن عالمِ آخرت مُنڪشف ٿيڻ لڳو، تڏهن اقرار ڪيائين ته انهن معاملن ۾ عقلي گهوڙو ڊوڙائڻ بيڪار آهي. علم جي غُرور مون کي الله وارن تائين پهچڻ ڪونه ڏنو ۽ خيالي سمنڊ ۾ غوطا ڪائيندو رهيس. مولانا رومي فرمائي ٿو ته، روح جي سمنڊ ۾ خود ترڻ بيڪار آهي، اُتي نوح عليه السلام واري ٻيڙي ضروري آهي. جيڪڏهن شيخ بوعلي سينا عقل جو گهوڙو ڊوڙائڻ نٿي ڇاتو ته، ڪنهن الله واري کان رهنمائي وٺي ها.

حضور صلي الله عليه وسلم انهيءَ ڪري ارشاد فرمايو آهي ته، آئون روح جي درياء جي ٻيڙي آهيان، ان ڪي منهنجي ذريعي پار ڪري سگهندؤ. صحابي سڳورا حضور صلي الله عليه وسلم جي بصيرت مان فيضياب ٿيا. حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو ته، آئون ۽ منهنجا فيض يافته صحابي هن درياءِ معرفت جي لاءِ نوح عليه السلام جي ٻيڙي وانگر آهيون. حضرت نوح عليه السلام جي نافرمان پٽ ٻيڙيءَ ۾ ويهڻ بجاءِ هيئن چيو هو ته، آئون جبل تي چڙهي پناهه حاصل ڪندس. قرآن پاڪ ۾ ان کي جواب ڏنو ويو: لَا عَاصِمَ الْيَوْمَ (هود:43) ”اڄ ڪو بچائڻ وارو ناهي...“ جيئن ته اڪين تي بندش آهي، انهيءَ ڪري حقيقي رهبرن جي محبت حقير ۽ پنهنجو عقل بلند نظر ايندو آهي. جيڪڏهن فضل خداوندي اُن سان شامل آهي ته ان کي حقير نه سمجهه، جيڪڏهن تنهنجو مزاج به ڪنعان وانگر آهي ته پوءِ تون منهنجي نصيحت ڪونه ٻڌندين.

اهڙن ماڻهن جي ڪنن تي خداوندي مُهر لڳل آهي. ڪنهن جي نصيحت الله جي مهر کان لنگهي ڪن تائين ڪيئن پهچي سگهي ٿي. آئون جيڪا نصيحت ڪري رهيو آهيان، اُها هن بناء تي آهي ته تون ڪعنان صفت نه ٿي.

مولانا وري اڳين مضمون تي موٽي ٿو: پڇاڙيءَ ۾ عقل جي بيڪار هجڻ جو اقرار ڪرڻو پوندو ۽ پڇاڙي جي معاملي کي هاڻي ئي سمجهي وٺ. جيڪڏهن تون چشمِ بصيرت کان ڪم وٺندين ته انجام کي ڏسي سگهين ٿو. جيڪو شخص انجام بين هوندو آهي اهو ٺوڪر ڪونه کائيندو آهي. جيڪڏهن تون به اهو چاهين ٿو ته پوءِ اهل الله جي قدمن جي خاڪ کي سُرمو بناءِ. يقيناً منهن ڀَر ڪِرڻ کان بچي ويندين. اهل الله جي تابعداريءَ سان ٿوري استعداد وارو به ڪامل بنجي ويندو آهي. اهل الله جي اطاعت ناگوار ته هوندي آهي، پر اِها انسان کي ڪامل بنائيندي آهي.

اُٺ جي اک ان ڪري وڏيڪ روشن آهي ته اِهو ڪنڊا چٻاڙيندو آهي. پيغامبرن ۽ سچن سُونهِن جي تعليم ۽ محبت ۾ ناگواريون برداشت ڪر، تو ۾ معرفت جا گل ۽ ٻوٽا ڦٽندا. اکين ۾ روشني ۽ دل ۾ صفائي پيدا ٿيندي. جيڪڏهن نفس جي ذلتن جو ڪنڊو اک مان ٻاهر ڪڍندين ته تو کي بصيرت جو نور حاصل ٿيندو.

## خچر جو اُٺ کي چوڻ ته اڌ رستي ۾ ڪري پوان ٿو تون نٿو ڪرين

هن قصي مان مولانا دوربيني، اُن جي اطاعت ۽ تابعداري جا فائدا سمجهايا آهن.

اُشترے را دید روزے استرے
چونکه با اُو جمع شد در آخُرے

ترجمو: ”هڪڙي خچر هڪ ڏينهن اُٺ کي ڏٺو، جڏهن هڪ طنبيلي ۾ ان سان گڏيو هو.“

خچر اُٺ کي چيو ته، رستو سڌو هجي يا نه، پر آئون بازارين ۽ گهٽين ۾ مُنهن ڀر چو ٿو ڪِران؟ ان وقت بار ۽ پلاڻ ڪِسڪي منهجي ڪنڌ تي اچي پوي ٿو ۽ هڪلڻ وارو مون کي ماريندو ڪٽيندو آهي.

توبه ڪري وري ابتو گس وٺڻ واري جو مثال ان گڏھ وانگر آهي. توبه ٽوڙيندڙ پنهنجي ڪمزور راءِ جي ڪري شيطان جو تابع هوندو آهي ۽ منڊي گھوڙي وانگر ٺوڪر کائي مُنهن ڀر ڪِرندو آهي، توبه ٽوڙيندڙ وري توبه ڪندو آهي ۽ شيطان هڪ ڦوڪ سان وري ان جي توبه ٽوڙي ڇڏيندو آهي، ڀاڻ ايتري قدر ڪمزور آهي، پر بزرگن کي ذليل سمجهندو آهي. خچر اُٺ کي چيو ته، تنهنجو مثال مومن وانگر آهي، جيڪو مُنهن ڀر ڪري ۽ مار نه کائي. اُٺ چيو ته، هر سعادت الله جي طرفان آهي، پر ظاهري سبب هيءَ ته منهنجو ڪنڌ مٿي آهي ۽ اکيون دوربين يعني پري ڏسندڙ آهن.

ڪنهن ڪامل انسان جو ڪشف اختياري ناهي ۽ نه سيني شين سان ان جو تعلق آهي، ڪجھ مستقبل ۾ ٿيڻ وارا واقعا اُن تي منڪشف ٿي ويندا آهن. ڪامل جي ڪشف جو سبب هي آهي ته نور ان جي اک ۽ دل کي پنهنجو مسڪن بنائيندو آهي، ڇاڪاڻ ته هو عالمِ غيب جو عاشق هوندو آهي ۽ ان عشق مان نور پيدا ٿيندو آهي.

يوسف عليه السلام خواب ۾ ڏٺو هو ته سج ۽ چنڊ ڪيس سجدو ڪري رهيا آهن ۽ ان واقعي جو ظهور چند سالن ڪان پوءِ ان وقت ٿيو جڏهن ان جا ڀائر سندس اڳيان سر بسجود ٿي ويا. الله جو ڪامل بندو اچڻ واري ڳالھ کي هن لاءِ پر ڪيندو آهي ته، اهو نورِ خداوندي جي ذريعي ڏسندو آهي ۽ نور خداوندي جي لاءِ ڪا رڪاوٽ ناهي. عام انسان حسي اک سان ڏسندو آهي، جيڪا هڪ ڪمزور شيءِ آهي، انسان خود به ڪمزور آهي ۽ ان جي پيشوا يعني حسي اک به ڪمزور آهي. انهيءَ ڪري اُن کي صرف ويجهو ۽ ڪجھ پريرو نظر ايندو آهي.

ان چيو: ٻي ڳالھ هيءَ آهي ته، منهنجي اک زياده روشن آهي. ٽئين ڳالھ هيءَ آهي ته آئون حلال ۽ پاڪ نسل جو آهيان ۽ تون حرامي آهين. ڇاڪاڻ ته خچرُ خچرَ مان پيدا ڪونه ٿيندو آهي، پر گڏھ ۽ گھوڙي جي ميل سان پيدا ٿيندو آهي. جڏهن تنهنجي ولادت ئي غلط آهي ته تنهنجا سڀ ڪم به غلط آهن. جيڪڏهن ڪمان آڏي هوندي ته تير اُبتو ويندو.

## خچر طرفان اُٺ جي جوابن جي تصديق ۽ اُن جي وڏائيءَ جو اقرار ڪرڻ

گفت اشتر راست گفتی اے شتر

ایں بگفت و کرد چشم از اشک پُر

ترجمو: ”خچر چيو ته، اي اُٺ! تو سچ چيو! ائين چوندي سندس اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا.“

خچر اُٺ جي ڳالهين جي تصديق ڪئي ۽ روئڻ لڳو. پوءِ اُٺ جي پيرن تي ڪري پيو ۽ چيائين ته غلطي معاف ڪريو. هن وقت تائين اطاعت نه ڪرڻ ۾ منهنجو عذر قبول ڪريو. اُٺ، خچر کي چيو: هاڻي جڏهن تو پنهنجي عيبن جو اقرار ڪيو آهي ۽ مون کان مدد گھري اٿئي ته پوءِ تون مصيبتن کان ڇُٽي وئين. تنهنجي اقرار جو سبب هيءُ آهي ته عيب تو ۾ عارضي هئا. جيڪڏهن اصل هجن ها ته ڪڏهن به اقرار نه ڪرين ها. عارضي گناهگار توبه ڪندو آهي.

حضرت آدم عليه السلام جي لغزش عارضي هئي، هُن توبه ڪئي پر شيطان جي غلطي فطري هئي. ان کي توبه جي توفيق نه ٿي. اُٺ چيو: هاڻي جڏهن تو توبه ڪئي ته تون بدعات ۽ خودي کان ڇوٽڪاري وارو ٿئين ۽ جهنم جي عذاب کان ڇٽي وئين. هاڻي تو کي خوشنصيبيءَ جي دولت ملي وئي ۽ تو جنت حاصل ڪري ورتي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته: فَادْخُلِيْ فِيْ عِبٰدِيْ ۝ وَ ادْخُلِيْ جَنَّتِيْ ۝ (الفجر:29-30) ”اي نفسِ مطمئن. تون منهنجي ٻانهن ۾ شامل ٿي وڃ ۽ منهنجي جنت ۾ داخل ٿي وڃ.“ يعني الله جي ٻانهن ۾ داخل ٿيڻ جنت ۾ داخل ٿيڻ جو سبب آهي. انسان الله جو ٻانهو ان وقت بڻبو آهي جڏهن ان جي عبادت ڪري ۽ عبادت جي ذريعي جنت ۾ داخل ٿيندو آهي. جڏهن ڪو الله تعاليٰ کان دعا گھرندو آهي ۽ چوندو آهي ته: اِهْدِنَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيْمَ: ”اسان کي سڌي رستي جي رهنمائي ڪر.“ تڏهن الله تعاليٰ دستگيري فرمائيندو آهي ۽ جنت ۾ داخل ڪندو آهي. پهريان تون ناقص هئين، هاڻي ڪامل بڻجي وئين.

مولانا فرمائي ٿو: اي ضياءُ الحق! تون علوم ۽ معارف ۾ پنهنجي ماڪي ملائي، تان ته اُن ۾ تغيّر نه اچي سگھي

۾ مزيدار ٿي وڃي. توهان جي تعليم سان اهو ناقص وجود ڪامل سان ملي ويندو، جڏهن وجود ڪل ۾ داخل ٿي ويندو ته ان کي هميشگي حاصل ٿي ويندي.

ماڪيءَ جي خصوصيت هيءَ آهي ته ان ۾ پيل شيءِ تغيّر پذير ڪونه ٿيندي آهي. اي ضياءُ الحق! تون الله تعالىٰ جو شير آهين، شينهن وانگر گجگوڙ سان خصوصيتون بيان ڪر! جيڪي حقيقتن جا طالب نه آهن، اهي اوهان جي معرفتن کان واقف نه آهن. ڪوئو شينهن کي ڊوڙي کي روڪي نٿو سگهي ۽ سمجهي نٿو سگهي، پوڙها جانور ان کي سمجهن ٿا. ضياءُ الحق جا احوال درياءِ نيل وانگر آهن. جيڪو سبطين لاءِ سيرابيءَ جو ذريعو هو ۽ قبطين لاءِ رت هو.

**قبطين جي وات ۾ پاڻي جو رت بنجي وڃڻ ۽ سبطين وٽ پاڻي جو پاڻي هجڻ!**

من شنیدم که در آمد قبطئے
از عطش اندر وثاقِ سبطئے

ترجمو: "مون ٻڌو ته، اُڃ اُجهائڻ لاءِ هڪ سبطي (حضرت موسىٰؑ جي مڃڻ وارو) هڪ قبطيءَ (فرعون جي پيروڪار) جي گهر آيو.

ان قبطيءَ چيو، حضرت موسىٰؑ جادو جي ذريعي اسان جي لاءِ نيل جي پاڻيءَ کي رتُ بنائي ڇڏيو آهي. ان درياءَ مان جيڪو پاڻي سبطي پي رهيا آهن، اهو صاف آهي ۽ اسان جي لاءِ خون بنجي ويو آهي. هاڻي قبطي اُڃ مري رهيا آهن، هاڻي تون هيئن ڪر جو پاڻ لاءِ پاڻي ڀر، آئون به ان مان پي وٺندس. تون پنهنجي لاءِ ڀريندين ته اهو پاڻي پاڪ ۽ صاف رهندو، خون ڪونه بنبو. آئون تنهنجو طفيلي بنجي پاڻي پيئندس. طُفيلي هر قسم جي فڪر کان بي نياز هوندو آهي. ان تي سبطي چيو: آئون تنهنجي فرمائش پوري ڪري خوشي محسوس ڪندس.

اُن سِبطي پاڻيءَ جو وٽو ڀريو ۽ اڌ پاڻ پيتائين، پوءِ قبطي ڏانهن پاڻي وڌايائين ته اهو پاڻي مان رت ٿي پيو! سبطي جڏهن وٽو ڪانئس واپس ورتو ته اهو رت ٻيهر پاڻي بنجي ويو. ان واقعي جي ڪري قبطي کي گهڻي ڪاوڙ ٿي. اهو قبطي ٿوري دير ڪاوڙ ۾ رهيو، پوءِ هن سبطيءَ کي چيو ته، اها ڳالهه ڪيئن کُلي؟ سبطي چيو، هن پاڻيءَ کي متقي پي سگهن ٿا. متقي اهو آهي جيڪو فرعون کان بيزار ٿي حضرت موسىٰؑ جي ڳالهه مڃي. جيڪو حضرت موسىٰ جي اُمت ۾ داخل ٿي متقي ٿي ويندو. اهو ئي پاڻي پي سگهي ٿو.

جيئن ته خدا جي مقبول ٻانهن تي توکي ڪاوڙ اچي ٿي، انهيءَ ڪري تنهنجي اکين تي تاريڪي جا پردا پيل آهن. تنهنجي جبل جيڏي ڪفر هوندي نيل جو پاڻي پيئڻ ائين آهي جيئن سُئي جي ناڪڙي مان جبل کي لنگهائڻ! پنهنجي ڪفر جي جبل کي توبهه جي ذريعي گاهه جو ڪک بناءِ! پوءِ سبطين جو پيالو وٺي خوب پاڻي پيءُ.

الله تعالىٰ جڏهن پاڻيءَ کي هي حڪم ڏنو آهي ته، اهو قبطين جي لاءِ رت بنجي ته اهو نافرماني نٿو ڪري سگهي. ڪافر جي لاءِ ماني به، جنهن جو ڪم روح کي طاقت ڏيڻ آهي، پنهنجو ڪم نٿي ڪري، پر ابتو اثر ڏيکاري ٿي. جيڪڏهن مثنوي جهڙي ڪتاب کي بيڪار سمجهي پڙهندين ته ان مان نصيحت وارو نه ٿي سگهندين. ڪهڙي به دانائي جي ڳالهه هجي اها ناقص انسان جي ڪن ۾ نٿي پهچي. اهو محض ان کي افسانو سمجهندو. ان جي مغز تائين نه پهچي سگهندي. ان شخص جي لاءِ مغز جي حالت ايئن هوندي جيئن ڪو معشوق منهن مٿي تي چادر ويڙهي ليٽي پوي ته ظاهر ۾ ان جي حُسن کي ڪونه ڏسي سگهبو. مُنڪر پنهنجي تڪبر جي ڪري انهن سيني کي هڪ جهڙو سمجهندو آهي. حقيقت ۽ مجاز کي انسان تڏهن سمجهندو آهي، جڏهن ان کي بصيرت حاصل هجي.

محض دل وندرائڻ جي لاءِ قرآن جي تلاوت حقيقتن کان محرومي آهي. انسان جيڪڏهن دل جي پريشاني ۽ رنج دور ڪرڻ جي لاءِ قرآن پڙهي ته ان جي حقيقتن کان غافل رهندو. فقط وقت پاس ڪرڻ جي لاءِ قرآن ۽ افسانو هڪجهڙو

آهي. نند ۾ شراب بڻي وسوسن ۾ دل جي خيالن کي ختم ڪندا آهن، پر ٻنهي ۾ گهڻو فرق آهي. جيڪڏهن ڪو شخص قرآن پاڪ کي ڪلام الله ۾ روحاني ڪلام سمجهي پڙهي ٿو ته، دل کي باغ جنت جو رستو ملي وڃي ٿو. جيڪو شخص قرآن جي حقيقتن کان واقف ٿي وڃي ٿو، اهو جنت جي باغن ۾ نهرن جو سير ڪري ٿو.

جهڙيءَ طرح عام ماڻهو قرآن جي حقيقت تائين نٿا پهچن. اهڙيءَ طرح اهي نبي جي چهري جي حقيقت کان باخبر نٿا ٿين. حضور ﷺ کي تعجب ٿيندو هو ته هي ماڻهو منهنجي چهري جي نور کي جيڪو سج کان وڌيڪ مُنور آهي، ڇو نٿا ڏسن ۽ منهنجي تعليمات تي ڇو ٿا حيران ٿين؟ ان تي حضور ڪريم ﷺ جن کي ٻڌايو ويو ته، توهان جي چهري جو چنڊ انهن کان لڪل آهي. توهان جي چهري جو مثال ڪڪر جي چنڊ جهڙو آهي، جيڪو توهان واري پاسي کان چنڊ ۽ منڪرن واري پاسي ڪڪر آهي ۽ اهو اِن لاءِ آهي ته، جڏهن اهي فائدو وٺڻ نٿا چاهين ته انهن کي ديدار کان محروم ڪيو ويو آهي. قرآن ۾ بتن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي ته. "اهي بظاهر ڏسندڙ نظر اچن ٿا، پر اهي نٿا ڏسن." (الاعراف:198) منڪرن جو حال به ايئن ئي آهي. بت پرست، بُت جي اکين ۾ روشني سمجهندو آهي جيڪا ڳالهه حقيقت جي خلاف آهي. بُت پرست ان اک جي اڳيان بت جي تعظيم ڪري ٿو. پوءِ تعجب ڪري ٿو ته هيتري قدر تعظيم ڪرڻ جي باوجود هيءُ بت ته منهنجو ڪو خيال نٿو ڪري! هي بت ڏسي رهيو آهي، پر مون کي جواب نٿو ڏي! منهنجي سلام جو جواب نٿو ڏي؟ منهنجي سجدن جي جواب ۾ جيڪڏهن زبان سان نٿو ڳالهائي ته ڪم از ڪم مٿو لوڏي جواب ته ڏي ها!

مولانا فرمائي ٿو، الله به ڪنهن جي سجدن جو جواب نه ڏيندو آهي، نه ڪنڌ ڌوڻيندو آهي، البته دل ۾ اثر پيدا ڪندو آهي. پنهنجي پوڄڻ واري کي خدا اهو مرتبو عطا ڪندو آهي جو دنيا وارا ان جي اڳيان سربسجود هوندا آهن، عبادت گذار کي خدا اهڙو ئي ڪُندن بنائيندو آهي جهڙو پٿر کي سون بنائيندو آهي. سون پٿر جي نسن ۾ پيدا ٿي ويندو آهي. الله تعاليٰ مينهن جي هڪ ڦڙي کي موتي بنائيندو آهي، جيڪو سون کان به وڌيڪ آهي.

**قبطي جي، سبطيءَ کي دعاءِ خير لاءِ گذارش**

گفت قبطی تو دُعای کن که من

از سیاہی دل ندارم آں دہن

ترجمو: "قبطيءَ چيو ته تون دعا ڪر، ڇاڪاڻ ته آئون دل جي سياهيءَ جي ڪري ائين نٿو ڪري سگهان."

ڇاڪاڻ ته منهنجي دل ڪاري آهي، انهيءَ ڪري منهنجو مُنهن الله تعاليٰ کان دعا گهرڻ جي قابل نه آهي. قبطي سبطيءَ کي چيو ته، منهنجي لاءِ هدايت جي دعا ڪر! تي سگهي ٿو ته تنهنجي دعا سان منهنجي دل جون ڳنڍيون کلي پون. سبطي پنهنجو پاڻ کي مسخ شده انسان ۽ شيطان سان تعبير ڪيو آهي ۽ سبطيءَ جي هٿ کي حضرت مريم جو هٿ قرار ڏنو، جنهن جي برڪت سان سُڪل کجور ميويدار ٿي ويئي هئي. قبطيءَ پنهنجو پاڻ کي کجور جو سُڪل وڻ قرار ڏنو. سبطي قبطيءَ جي درخواست تي سربسجود ٿي ويو. خدا جو ٻانهون خدا جي اڳيان دعا لاءِ هٿ کڻي سگهي ٿو، دعا جي توفيق ۽ دعا جي قبوليت الله ئي ڏئي سگهي ٿو. انسان جي ڪوشش ڪامياب ٿيندي آهي. سبطيءَ جي دعا قبول ٿي ويئي. سبطي دعا ۾ مصروف هو، اُن جي قبوليت جو اثر هيءُ ٿيو جو قبطي نعرا هڻڻ لڳو ۽ سبطي کي چيائين ته جلد ايمان جي دعوت ڏي، تان ته آئون مومن بنجان ۽ ڪفر جون پاڙون پٽي اڇلايان. مون شيطان صفت کي الله تعاليٰ ايمان سان نوازيو آهي، تنهنجي ابتدائي دوستي منهنجي دستگيري ڪئي. قبطي سبطيءَ کي چيو، تنهنجيون صحبتون منهنجي لاءِ ڪيميا ثابت ٿيون، خدا ڪري تون منهنجي دل ۾ وسيل رهين، تون جنت جي وڻ جي ٽاري هئين، جنهن کي مون جهليو ۽ جنت ۾ داخل ٿي ويس. سبطي اُن قبطيءَ ڏانهن پاڻيءَ جو وٽو کڻي آيو ۽ چيائين

تہ، هاڻي پاڻي پيءُ! اِن تي هن چيو: هاڻي مون کي پاڻي جي ضرورت نہ آهي. قرآن پاڪ جي آيت آهي تہ. اِنَّ اللهَ اشْتَرٰى مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ اَنْفُسَهُمْ وَ اَمْوَالَهُمْ بِاَنَّ لَهُمُ الْجَنَّةَ ۭ (التوبہ:111) "الله مومنن جي جانين ۽ مالن کي جنت جي بدلي ۾ خريد ڪيو آهي." هاڻي خدا منهجي باطن ۾ چشما جاري ڪري ڇڏيا آهن. اڳ ۾ هي جگر خشڪ ۽ پياسو هو. هاڻي هيءُ پاڻي اُن جي لاءِ ناچيز آهي. اهي ڳالهيون ناممڪن نہ آهن. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ "ڪٓهٰيٰعٓصٓ" فرمايو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: ڪَافٍ هُوَ لَكُمْ يَا عِبَادَ اللهِ صِدقا: "اهو الله تعاليٰ توهان جي لاءِ ڪافي آهي." اي الله جا ٻانها! يقيناً جڏهن الله جو وعدو آهي ۽ اهو سچو آهي تہ اهو بنا سبب بہ هر بهتري پهچائي سگهي ٿو، جنهن ۾ ڪنهن واسطي جي ضرورت نہ آهي. اهو الله مانيءَ ڪان سواءِ پيٽ ڀري سگهي ٿو. بنا لشڪر فتح ڏئي سگهي ٿو. بغير دوا جي صحت عطا ڪري سگهي ٿو، سخت مصيبتن کي آسان ڪري سگهي ٿو، بنا موسم نرگس ۽ نسرين عطا ڪري سگهي ٿو، بنا استاد ۽ ڪتاب جي علم عطا ڪري سگهي ٿو.

حضرت موسيٰ عليه السلام کي الله هڪ دل ۽ هڪ لٺ ڏني ۽ ان جي ذريعي جهان کي فتح ڪرايو. حضرت موسيٰ عليه السلام کي يدبيضا عطا ڪيو، جنهن جو نور سج تي غالب هو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺِ کي ستن مٿن وارو نانگ بنايو، جنهن کي ڪنهن نر ۽ مادي ڪونہ ڄڻيو هو. الله تعاليٰ درياءِ نيل ۾ رت ڪونہ ملايو پر پاڻي کي ئي رت ڪري ڇڏيو. منهنجو خيال هي هو تہ ايمان آڻڻ جو نتيجو هيءُ ٿيندو جو آئون نيل جو پاڻي پي سگهندس. اهو معلوم ڪونہ هو تہ اهو مون ۾ انقلاب پيدا ڪندو ۽ خود مون کي درياءِ نيل بنائي ڇڏيندو. هاڻي پنهنجي نظر ۾ وهندڙ نيل آهيان، ڇاهي مون کي اهڙو ئي سمجهن، جهڙو اڳ ۾ هوس. هڪ شيءِ جون ٻن نظرن ۾ ٻہ حقيقتون هجڻ، تعجب خيز ناهي. ڪائنات جي شين کي اسين خاموش ۽ سرڪش ڏسون ٿا، پر حضور ڪريم ﷺ انهن کي تسبيح پڙهندي ڏسندا هئا. حضور ڪريم ﷺ جي نظر ۾ سڄي ڪائنات عشقِ الاهيءَ سان ڀريل هئي. ٻيا ان کي مُرده سمجهندا هئا.

حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمائي ٿو تہ. آئون هڪڙي ڏينهن حضور سان گڏ هوس، جيڪو بہ پٿر حضور ﷺ جي سامهون آيو ٿي ان ڪين سلام ٿي ڪيو. اهو عجيب پردو آهي. عوام ڪجھ نٿو ڏسي ۽ ٻُڌي، پر خواص پٿر جي تسبيح ۽ ذڪر ٻُڌن ٿا. حضور ڪريم ﷺ جا احوال ڏسي ڪري ماڻهو چوندا هئا تہ، حضور ﷺ تُرش رؤ ٿي ويا آهن يعني ٻهريان خوشطبع هئا ۽ هاڻي ذوقِ خوشطبع کان بيگانہ آهن. خواص چوندا هئا تہ اهو توهان جي نظرن ۾ اهڙو آهي پر اسان جي نگاهہ سان ڏسو تہ ڪين مُرڪندي ڏسندؤ.

زيتون جي وڻن تي نظر ڪرڻ سان شيون ابتيون نظر اينديون آهن. جيئن ايندڙ حڪايت ۾ معلوم ٿيندو، اهو زيتون جو وڻ تنهنجي هستي آهي، جيستائين تون ان کي فنا نہ ڪندين تيستائين توکي نئين شيءِ پراڻي نظر ايندي. جيستائين تو ۾ خودي آهي، توکي حسين ۽ پرورش ڪرڻ وارا ڪندن جو جهنگ نظر ايندا. جڏهن تون خوديءَ کي ڇڏيندين، پوءِ خدا جي فيض جا اسرار ڏسي سگهندين.

## بدڪار زال جو قصو

اُن بدڪار عورت جي ڳالهہ جنهن مڙس کي چيو: اهڙا خيال زيتون جي وڻ تان انسان کي نظر ايندا آهن، وڻ تان لهي اچ، تان تہ اهي خيال دور ٿي وڃن!

جيڪڏهن ڪير چوي تہ. جيڪي ڪجھ مڙس ڏٺو هو اهو خيال ڪونہ هو تہ، جواب هيءُ آهي تہ اهو مثال آهي، مثل نہ آهي. مثال ۾ اهو ئي ڪافي آهي تہ جيڪڏهن هو زيتون جي وڻ تي نہ چڙهي ها تہ ان کي ڪونہ ڏسي ها، پوءِ چاهي اها حقيقت هئي چاهي خيال هو!

جيڪڏهن ڪو هيءُ اعتراض ڪري تہ هن حڪايت ۾ جيڪو قصو ٻڌايو ويو آهي، اُن ۾ ۽ خوديءَ جي حالت ۾

جيڪا ڪيفيت ٻڌائي ويئي آهي. اُن ۾ گهڻو فرق آهي. هستيءَ جي وڻ تان جيڪا شيءِ نظر اچي ٿي، اها سچ پچ اُبتي آهي ۽ زيتون جي وڻ تان مڙس جيڪو ڪجھ ڏٺو، اهو ته صحيح هو. ان کي مولانا هيئن واضح ڪري ٿو ته، اهو مثل نه آهي، جنهن ۾ پوري مطابقت ضروري هوندي آهي، پر مثال آهي ۽ ٻنهي ۾ ايتري ڳالھ مشترڪ آهي ته خوديءَ جي وڻ تان جيڪي شيون نظر اچن ٿيون، اهي هيٺ لهڻ کان پوءِ نظر نٿيون اچن. اهڙيءَ طرح مرد جيڪو لقاءُ وڻ تان ڏٺو اهو هيٺ لهي ڪونه ڏٺائين.

آں زنے میخواست تا باموّل خود
برزند در پیش شُوی گولِ خود

ترجمو: ”زال چاهيو ته، پنهنجي بيوقوف مڙس جي اڳيان پنهنجي يار سان ملي.“

زال مڙس کي چيو ته، آئون ميوا پٽڻ لاءِ وڻ تي چڙهان ٿي. جڏهن وڻ تي چڙهي ويئي، تڏهن روئڻ لڳي. مڙس پُڇيس، ڇو ٿي روئين؟ مڙس کي چيائين ته، ڪو مرد توکي لڳو پيو آهي. تون عورت وانگر ٿيو پيو آهين؟ مڙس چيو: اهڙي ڪا ڳالھ ڪانهي! تنهنجو مٿو چڪرائجي رهيو آهي. هتي جهنگ ۾ ڪير آهي؟ عورت وري به اها ساڳي ڳالھ ڪئي. نيٺ مرد چيو: تون هيٺ لهي اچ، ڇاڪاڻ ته تنهنجو مٿو چڪرائجي رهيو آهي. جڏهن عورت هيٺ لٿي ته سندس مڙس مٿي چڙهيو، تڏهن عورت يار کي بغل ۾ ڪيو. ته وڻ تان مرد هڪل ڪري چيو: تو مٿان باندر وانگر ڪير چڙهيو پيو آهي؟ عورت چيو، نه، اهڙي ڪا ڳالھ ڪانهي! هتي مون کان سواءِ ٻيو ڪير ڪونهي. اهو زيتون جي وڻ جو اثر آهي، جو ان تان نظر غلط پوي ٿي. تنهنجو مٿو ڦري رهيو آهي. هيٺ لهي اچي ڏس ته هتي ڪير به ڪونهي.

مون اهو فحش ۽ مذاق جو قصو تعليم لاءِ ٻڌايو آهي. توهان ان جي ظاهر کي نه ڏسو، ان مان جيڪا نصيحت مَقصود آهي، اها ڏسو! جيڪي ماٺهو مذاق جا عادي آهن، انهن کي سنجيده ڳالھ به مسخري لڳندي آهي ۽ جيڪي عقلمند آهن، اهي مذاق جي ڳالھ مان به نصيحت حاصل ڪندا آهن. ڪاهل ان زيتون جي وڻ کي ڳولين ٿا، جيڪو ڪين صحيح ڏيکاري يعني اها هستي جيڪا فنا کان پوءِ حاصل ٿيندي آهي، پر اهو وڻ پري آهي. پهريان اِن زيتون جي وڻ يعني پنهنجي خودي ۽ هستيءَ کي ڇڏي ڏي، پوءِ هل، تڏهن توکي حق حاصل ٿيندو. ان هستيءَ جي هوندي تنهنجي نگاھ ٽيڙي آهي. اهو نظر ڪونه ايندو. اهو زيتون جو وڻ جنهن تان غلط نظر اچي ٿو، اها اُن جي خودي ۽ ابتدائي وجود آهي. جڏهن تون خوديءَ جي وڻ تان لهندين، ته پوءِ تنهنجو خيال، اک ۽ ڳالھ ٻولھ سِڌي ٿي ويندي ۽ تون ڏسندين ته اهو تنهنجو سخت وڻ هو ۽ ان جي پڪيڙ وڏي هئي. خودي ڇڏيندين ته پوءِ الله تعالىٰ اُن وڻ کي تبديل ڪندو. حقيقتن کي صحيح ڏسڻ جيڪڏهن آسان هجي ها ته حضور ﷺ ”اَللّٰهُمَّ اَرِنَا الْاَشْيَاءَ كَمَاهِيَ“ (اي الله اسان کي شيون ائين ڏيکار جيئن اهي آهن) هي دعا ڪونه گُهرن ها. حضور ﷺ دعا گهري ته اي خدا! اسان کي آسمان ۽ زمين جو هر هر جُزو اهڙيءَ طرح ڏيکار جيئن اهو تو وٽ آهي. جڏهن خودي ۽ هستي ختم ٿي ويندي ته پوءِ بقا بالله جي هستي ميسر ايندي، ان کي اختيار ڪر.

اهو وڻ اُهو آهي جنهن تي حضرت موسىٰ عليه السلام کي رب جي تجلي نظر آئي هئي، پوءِ باھ ان تي ابتو اثر ڏيکاريندي ۽ ان جون ٽاريون اِنِّيٓ اَنَا اللهُ (القصص:30) جون نعرو هڻنديون. حضرت موسىٰ عليه السلام کي وڻ مان اهو آواز آيو هو ته، بيشڪ! آئون خدا آهيان، هاڻي اُن هستيءَ جي ڇانوَ ۾ تنهنجيون سڀ ضرورتون پوريون ٿينديون! اها خدائي ڪيميا هئي، جنهن تنهنجي فاني هستيءَ کي باقي هستي بنائي ڇڏيو. هاڻي اها خودي ۽ هستي دولت آهي، اُن ۾ خدائي صفتون نظر اينديون.

## حضرت موسىٰ عليه السلام جو باقي رهيل قصو

مولانا وڏائي ڇڏڻ جو بيان ڪري رهيو آهي، اِن مناسبت سان هُن، حضرت موسىٰ عليه السلام کي جيڪو "ڪج روي ۽ ٽيڙائي ڇڏڻ "جو حڪم ٿيو هو، ان جو ذڪر شروع ڪيو آهي. حضرت موسىٰ عليه السلام کي حڪم ٿيو ته هاٿي دعائن جو سهارو نه وٺ، فرعون جو مقابلو شروع ڪر. حضرت موسىٰ عليه السلام لَٺ زمين تي اُڇلائي ۽ ان جا جلوا نظر آيا. اهڙيءَ طرح تنهنجو هي فاني جسم عصاءِ موسىٰ آهي، ان کي ڇڏ، اُڇل! پوءِ جيڪو جسم حاصل ٿيندو اُن جا جلوا ڏس!

کامدش پیغام از وَحی مهم
که کژی بگذار اکنون فَاستقم

ترجمو: "اُن (موسىٰ عليه السلام) کي مهتم بالشان وحيءَ جي ذريعي پيغام آهي ته هاٿي ٽيڙائي ڇڏي ڏي ۽ سڌو ٿيءُ."

حضرت موسىٰ عليه السلام جي لٺ جيستائين هٿ ۾ هئي، اها فقط هڪ لٺ هئي. جڏهن خدائي حڪم سان اُن کي اڇلايائين ۽ پوءِ ڪنيائين ته اها ارڙ نانگ ٿي پئي هئي. شروع ۾ هو، اها فقط ٻڪرين هڪلڻ ۽ پن ڇاڻڻ جي ڪم آٽيندو هو، هاٿي اها ڪافرن جي لاءِ معجزو بنجي وئي. فرعونين جي لاءِ درياءَ نيل رت بنجي ويو ۽ مڪڙن جو مٿن حملو ٿيو. حضرت موسىٰ عليه السلام هي خيال ڪيو ته، انهن جو انجام لازماً بُرو آهي. اِن ڪري ڪين معجزا ڏيکارڻ ۽ راه راست تي آڻڻ جي ڪوشش ڇو ڪئي وڃي؟ حضرت موسىٰ عليه السلام کي حڪم ٿيو ته، نوح عليه السلام وانگر انهن جي انجام کان قطع نظر ڪري تبليغ ڪندا رهو، توهان فرمانبردار داعي آهيو، توهان جو ڪم تبليغ ڪرڻ آهي، توهان کي ان جو حڪم آهي ۽ توهان جي تبليغ ۾ فائدو لڪل آهي، پوءِ چاهي اهي ايمان نه ئي آڻين. هڪ فائدو هي آهي ته توهان جي اصرار سان انهن جو جهيڙو ۽ سرڪشي دفع ٿي ويندي. مخلوق جي پيدائش سان الله جو مقصد لِڪل حالتن کي واضح ڪرڻ آهي. انهيءَ ڪري ضرورت آهي ته انسان کي نصيحت سان ۽ پُلائڻ سان جانچيو ۽ پرکيو وڃي، تان ته ان جا مخفي حالات ظاهر ٿي وڃن.

شيطان گمراهيءَ تي ۽ ڪامل عارف هدايت تي اصرار ڪندو آهي، جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام کي لڳولڳ تبليغ جو حڪم مليو ۽ فرعونين نافرماني ڪئي، تڏهن درياءِ نيل خون بنجي وهڻ لڳو.

## قبطين تي ڏکيا ڏينهن اچڻ ۽ فرعون جي حضرت موسىٰ عليه السلام کي سفارش

تا بنفس خویش فرعون آمدش
لابه می کرد ودو تا گشته قدش

ترجمو: "ايستائين جو فرعون بذاتِ خود وٽس آيو، ۽ اُوٽو جُهوٽو ٿي خوشامد ڪيائين."

جڏهن قبطين جي حالت تباهه ٿيڻ لڳي، تڏهن فرعون بذات خود حضرت موسىٰ عليه السلام وٽ اچي خوشامد ڪرڻ لڳو ۽ تعظيم ۾ اُوٽو جُهوٽو ٿي رهيو هو. چيائين ته، اسان جيڪي ڪجهه ڪيو آهي، اهو برو هو، توهان برائي جو بدلو برائي سان نه ڏيو. اسين اِن قابل ناهيون جو توهان کان دعا جي التجا ڪريون. مون پنهنجي جسم جي هر حصي کي فرمانبردار بنايو آهي. حضرت موسىٰ عليه السلام عرض ڪيو، اي خدا! مون جهڙي توهان جي پياري نبيءَ کي هيءُ فرعون ڏوکو ڏئي رهيو آهي. هاٿي بِڌاءِ ته، ان جو چيو مڃان يا آئون به ان کي دوکو ڏيان، تان ته اهو چڱيءَ طرح سمجهي ته اصل ۾ هر سبب جو بنياد خدا آهي ۽ اهو شاخ يعني سبب سان وابسته رهي ٿو.

الله تعالىٰ فرمايو ته، اهو فرعون اِن جي به قابل نه آهي ته ان جي فريب جو جواب دوکي ۽ فريب سان ڏنو وڃي. توهان اِن ڪتي کي هڏي ڏيو ۽ پنهنجي لَٺ هلايو، زمين اها سڀ آبادي ۽ پيداوارا ظاهر ڪندي جيڪا مڪڙن کاڌي

آهي. توهان جي لٺ جي اثر سان سپ مکڙ مري ويندا ۽ سپ ماڻهو ڏسندا ته خدا کي هر شيءِ جي بدلائڻ جي ڪيتري قدر طاقت آهي. الله تعاليٰ کي سببن جي ضرورت نه آهي، اسباب ته هڪ پردو آهن. حڪيم دوا کي ۽ نجومي ستارن کي چنبڙيو پيو آهي، حالانڪ اصل سبب ذاتِ خداوندي آهي. ديندار پنهنجي ڪوشش ۽ محنت سان فائدو سمجهي رهيو آهي. اهو دنيادار صبح جو نه عبادت ڪري ٿو ۽ نه ان کي مُنهن ڌوئڻ جي فُرصت آهي، نفعي جي لاءِ بازار ۾ پڄي ٿو، پنهنجي گراهڪ جي تلاش ۽ ڳولا ۾ دوزخ جو گراهڪ بڻيل آهي. اهو ديندار ڪاٺ وارو به آهي ۽ خود دوزخ جي خوراڪ به آهي، ان جو مثال ان ٻڪريءَ جي ڦر جهڙو آهي، جيڪو چري ٿو ته ڪاسائي خوش ٿو ٿئي ته، اهو منهنجي (خوشحاليءَ) لاءِ چري رهيو آهي. اهو ئي حال دنيادار جو آهي، جو هو سمجهي رهيو آهي ته، پاڻ پيو ڪائي. حالانڪ هو پنهنجي وجود کي دوزخ لاءِ پالي رهيو آهي.

انسان جي پاڻ لاءِ خوراڪ ته معارفِ الاهي آهي، جنهن سان دل قوي ٿئي ٿي ۽ ان جي شان ۽ شوڪت ۾ اضافو ٿئي ٿو. جسماني غذا روحاني غذا جي لاءِ مانع آهي. روح کي واپاري ۽ جسم کي ڏاڙيل سمجهو. واپاريءَ جو مال ڏاڙيل اڏائيندو آهي. واپاري اُن وقت پُر رونق بنبو آهي، جڏهن ڏاڙيل تباهه ٿئي. انسان جو روح، اُن جو هوش ۽ جسماني لذتون ان کي خطا ڪري ڇڏينديون آهن. هي سمجهه ته سيئي شهواني لذتون شراب ۽ ڀنگ جي خاصيت رکن ٿيون. دنيا ۾ فقط شراب ۽ ڀنگ کي بيهوشيءَ جو سبب نه سمجهه، پر هر شهوت انسان جا ڪن ۽ اکيون بند ڪري ڇڏيندي آهي. شيطان شراب ڪونه پيئندو هو، تڪبر جي نشي ۾ مدهوش هو. مست ان کي چوندا آهن جو جيڪو معدوم کي موجود سمجهي. ٽامي ۽ لوهه کي سون سمجهي. شيطان غيرواقعي ڳالهه کي واقعي خيال ڪيو، تڏهن يقيناً اهو بدمست هو. مستيءَ جي حقيقت جو بيان ختم ٿيڻ وارو آهي.

اي موسي! دعا گهر ته، گاهه وغيره ڦٽي ۽ ڏڪار جي صورت ختم ٿئي.

**حضرت موسيٰ عليه السلام جي دعا جي نتيجي ۾ مينهن پوڻ ۽ ٻنين جو سرسبز ٿيڻ**

*همچناں کرد وہم اندر دم زمیں*
*سبز گشت از سُنبل وحَبِّ ثمیں*

ترجمو: ”اُن ائين ئي ڪيو ۽ زمين فوراً سُنبل ۽ قيمتي فصلن سان سرسبز ٿي ويئي.“

حضرت موسيٰ عليه السلام اهو ئي ڪيو جنهن جو خدا کيس حڪم ڏنو هو. فرعون جيڪو ڏڪار ۾ هو، لذيذ غذائون کائڻ لڳو. فرعونين جو جڏهن پيٽ ڀريو تڏهن وري سرڪش بنجي ويا.

مولانا فرمائي ٿو ته، انسان جو نفس به فرعون آهي، ان جو پيٽ ڀريو ته وري سرڪش ٿي ويندو. نفس جي آه و زاري مان دوکي ۾ نه پوڻ گهرجي. بُک ۾ اهو فرعون وانگر خوشامد ڪرڻ لڳندو آهي. نفس جو مثال گڏهه وانگر آهي، جيڪڏهن ان تي بوجهه نه هوندو آهي ته لتون هڻندو آهي. پيٽ ڀرجڻ تي پنهنجيون سڀ خوشامدون وساري ڇڏيندو آهي. نفس جي ڀُلجڻ جو مثال ائين آهي، جيئن انسان سُمهندي پنهنجي رهڻ جي جاءِ وساري ڇڏيندو آهي. خواب ۾ ٻين شهرن کي ياد ڪندو آهي ۽ پنهنجي شهر کي وساري ڇڏيندو آهي. انسان خواب ۾ هي سمجهندو آهي ته هو هميشه ان شهر ۾ هو. جيڪڏهن روح پنهنجي اصل وطن کي وساري ڇڏي ته ان تي تعجب نه ڪريو، دنيا جي زندگي هڪ خواب آهي ۽ خواب اصل وطن کي ڀلائي ڇڏيندو آهي. خواب ۾ اهو تجربو گهڻا دفعا ٿيو آهي. انهي دنيا کي ياد ڪريو. روح گهڻا درجا ۽ مرتبا طئي ڪيا آهن ۽ اهي ان جي شهر ۾ رهيا آهن پر توهان پنهنجي قلب کي صاف ڪونه رکيو آهي. جيڪڏهن دل صاف هوندي ته اها پوشيده رازن جي سمنڊ ۾ ٽُٻيون هڻندي آهي. آغاز ۽ انجام کي اکين سان ڏسندي آهي.

## ماڻهوءَ جي پيدائش جا مرتبا ۽ حالتن جو بيان

آمده اوّل باقليم جماد

وز جمادی در نباتی اوفتاد

ترجمو: "پهريان اهو (روح) جماد جي ولايت ۾ آيو ۽ پوءِ جمادي ولايت مان نباتي اقليم ۾ آيو."

روح جيڪا مختلف شهرن ۾ سڪونت ڪئي آهي، هاڻي مولانا ان جو تفصيل بيان ڪري ٿو. اهو ئي روح پهريان جمادات جي خطي ۾ رهيو، پوءِ ترقي ڪري نباتات جي خطي ۾ آيو. گهڻو عرصو نباتي خطي ۾ روح رهيو، پر ان کي پنهنجي جمادي حالت ڪڏهن ياد ڪانه آئي. وري روح نباتات جي خطي مان حيواني ولايت ۾ آيو، تہ ان کي نباتي زندگي ياد ڪونہ رهي، ها فقط ايتري قدر آهي تہ روح بهار جي موسم ۾ ۽ نازبوءَ جي خوشبوءِ وقت اُن ڏانهن لاڙو ڪري ٿو، اها ان جي نباتي زندگي جي ياد آهي. ٻار پنهنجي ماءُ جي کير ڏانهن مائل ٿيندو آهي، پر هي سمجهي ڪونہ سگهندو آهي تہ آئون اُن جي پيٽ ۾ رهي چڪو آهيان.

نئين طالب کي ڪامل شيخ ڏانهن لاڙو هوندو آهي، پر هو ان لاڙي جو سبب ڪونہ سمجهندو آهي. طالب جو لاڙو هن ڪري هوندو آهي تہ ان جو عقل ڪامل شيخ جي عقل جو جُز آهي، اهو پاڇو آهي ۽ عارف ڪامل شاخ گُل آهي. هڪ وقت اهڙو ايندو جو اهو طالب فنا في الشيخ جو مقام حاصل ڪندو، پوءِ پنهنجي ميلان جو سبب سمجهندو تہ فرع اصل ڏانهن مائل ٿيندو آهي. جيئن ڪڏهن وڻ جي ٽاري حرڪت نہ ڪري تہ پاڇو حرڪت نٿو ڪري سگهي. الله تعاليٰ روح کي وري حيوانيت کان انسانيت جي مرتبي تي پهچائي ٿو. مطلب تہ روح هڪ ولايت کان ٻي ولايت تائين سفر ڪري ان حالت تي پُهتو آهي، جو هاڻي عقل وارو ٿي ويو آهي. روح پنهنجي گذريل عقلن کان غافل آهي، وري ان جو موجوده عقل ۾ بہ تبديلي ٿيندي. روح کي هن دنياوي حريص عقل کي بہ خيرباد چوڻو آهي. تڏهن ان کي لکين عجب عقل حاصل ٿيندا. جيئن ته ڪو انسان خواب جي حالت ۾ پنهنجا واقعا وساري ڇڏيندو آهي، پر اهو نيٺ سجاڳ ٿئي ٿو ۽ پنهنجي خواب جي واقعن تي کلي ٿو.

سجاڳ ٿيڻ کان پوءِ ڪيس تعجب ٿئي ٿو تہ، هو صحيح واقعي کي ڪيئن وساري ويٺو هو! خواب وارن واقعن جي غم تي هو چوندو آهي تہ مون اهو ڇو نہ سمجهيو تہ، اهي خيالي ڳالهيون هيون. دنيادار جيڪو دنيا جي زندگيءَ جي خواب ۾ اهو سمجهي ٿو تہ اها ئي اصل زندگي آهي. جڏهن موت اچي ٿو تڏهن اُن جي اک کُلي ٿي، موت جي وقت جڏهن اهو سجاڳ ٿئي ٿو تڏهن دنيا جي غمن تي کِلي ٿو، دنيا جي زندگي ۾ جيڪا بُرائي آهي يا چڱائي آهي، اها قيامت ۾ سامهون ايندي. انسان کي هيءُ نہ سمجهڻ گهرجي تہ هن دنياوي خواب جو ڪو تعبير نہ آهي، ان جو تعبير قيامت ۾ سامهون ايندو. دنيا ۾ ظالمن جي کِلڻ جو آخرت ۾ تعبير روئڻ هوندو. جيڪڏهن دنيا ۾ گِريہ زاري آهي تہ آخرت ۾ ان جو تعبير خوشي آهي. چاڪاڻ تہ خواب جو تعبير عام طور تي اُبتو هوندو آهي. جيڪو يوسف عليه السلام جهڙن نيڪن کي ستائيندو، اهو آخرت ۾ بگهڙ بنجي اُٿندو.

انسان جون بريون عادتون آخرت ۾ بگهڙ بنبيون ۽ خود ان جي عضون کي چيرينديون ڦاڙينديون. جيڪڏهن انسان ڪنهن جو ناحق خون وهايو آهي تہ اهو قيامت ۾ بدلو گهُرندو. جيڪڏهن دنيا ۾ بدلو ورتو بہ ويو هوندو تہ بہ آخرت جي عذاب کان ڇوٽڪارو ڪونہ ملندو، پر دنيا وارو بدلو ان جي مقابلي ۾ راند سمجهيو ويندو.

قرآن دنيا واري زندگيءَ کي راند روند سان تعبير ڪيو آهي. ان جو سبب اهو ئي آهي تہ هتي جو انتقام ۽ بدلو آخرت جي انتقام جي مقابلي ۾ جڻ راند روند آهي. دنيا ۾ جيڪو بدلو ورتو ويو، اهو وقتي فتني ۽ فساد کي جهڪو ڪرڻ لاءِ ورتو ويو آهي. هن دنيا جي بدلي جو مثال طُهر ۽ آخرت جي بدلي جو مثال خَصي ڪرڻ سمجهو. اهي

فرعوني جهنم جي بگهڙن جي خوراڪ آهن، اهي بگهڙ بُک جي ڪري ڪاوڙ ۾ آهن، پوءِ فرعونين کي ٽُلهو ٿيڻ ڏيو تان ته بگهڙن کي سُٺي خوراڪ ملي.

### دوزخ جي بڪايل خلق جو بيان

نالهءِ گرگانِ خود را موقنيم
اين خران را طعمهءِ ايشان کنيم

ترجمو: "اسان کي پنهنجي بگهڙن جي روئڻ جو يقين آهي. اسين انهن گڏهن کي انهن جي خوراڪ بنائينداسون."

منهنجي علم ۾ آهي ته اهي بگهڙ بُک جي ڪري دانهون ڪري رهيا آهن، مون کي، انهن گڏهن کي بگهڙن جي خوراڪ بنائڻو آهي. توهان پنهنجي خوش ڪلاميءَ جي ڪيميا سان انهن کي ماڻهو بنائڻ ٿي چاهيو، پر انهن جي مقدر ۾ ماڻهو بنجڻ ڪونه هو. انهن کي نعمتن جي سَوَڙ ۾ ڍڪي ڇڏيو، تان ته اهي غفلت جي ننڊ ۾ سُتا رهن. جڏهن سجاڳ ٿيندا تڏهن مجلس ختم ٿي چڪي هوندي، نه شمع هوندي، نه ساقي. يعني توهان مان ۽ توهان جي هدايت مان فائدي حاصل ڪرڻ جو وقت ڪونه رهندو. انهن جي سرڪشي توهان لاءِ حيران ڪندڙ هئي. هاڻي حسرت جو مزو چکندا. اسان جي انصاف جي تقاضا هوندي ته اسين انهن کي سندن بُرن عملن جي بُري سزا ڏيون، جنهن خدا کي انهن ڪونه ٿي ڏٺو، اهو خدا انهن سان گڏ هو.

مولانا رومي رح مثال سان سمجهائي ٿو ته. خدا وانگر پيون به شيون آهن، جن کي انسان نٿو ڏسي سگهي ۽ پر ساڻس گڏ هونديون آهن، جيئن انسان پنهنجي عقل کي نٿو ڏسي سگهي، پر اهو انسان سان گڏ آهي. تون پنهنجي عقل کي ڏسڻ کان قاصر آهين، پر تنهنجو عقل توکي ڏسڻ کان قاصر نه آهي. جڏهن نظر نه اچڻ وارو عقل تو سان گڏ آهي ته پوءِ اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ان جو خالق يعني پيدا ڪندڙ خدا توسان گڏ هجي ته ڪهڙو تعجب آهي؟ انسان غلطي ڪرڻ وقت عقل کان غافل بنجي ويندو آهي، پوءِ عقل ان کي ملامت ڪندو آهي. عقل طرفان ملامت اِن ڳالهه جو دليل آهي ته اهو توکان ۽ تنهنجي ڪم کان غافل ڪونه هو. غلطيءَ سان ڪم ڪرڻ هِن ڳالهه جو دليلآهي ته تون اُن وقت عقل کان بيگانو هئين. تنهنجو عقل الله تعاليٰ جي قُرب کي سمجهڻ جو ذريعو آهي. تون اِن مثال مان ئي سمجهي وٺ. عقل جي انسان سان تعلق کي لفظن ۾ بيان نٿو ڪري سگهجي. خود الله تعاليٰ جي ذات سببن ۽ ڪارڻن کان مٿانهين آهي. اُن جو قرب يا تعلق به انهن ڪيفيتن کان مٿانهون آهي. جيئن آڱر جي حرڪت کي آڱر سان جيڪو تعلق آهي، ان جي نشاندهي نامڪن آهي. سُمهڻ دوران انسان جي آڱر حرڪت ۾ ڪونه هوندي آهي. سجاڳيءَ کان پوءِ فورن حرڪت ۾ ايندي آهي. ڪير نٿو ٻڌائي سگهي ته آڱر ۾ اها حرڪت ڪهڙي طرف کان اچي ٿي.

اڪين ۾ روشنيءَ جو اچڻ به طرف کان مُنَزه آهي. عالمِ خلق يعني اهو عالم جيڪو مادي ۽ زماني آهي، اهو جهت ۽ طرف سان مُتصف آهي. عالم امر يعني اهو عالم جنهن جي پيدائش لفظ "ڪُن "سان ٿي آهي. اهو مادي ۽ زماني نه آهي، اهو مُجردات جو جهان آهي. جڏهن ته عالمِ امر مادي ۽ جهت کان مُنزه آهي ته پوءِ آمر يعني الله تعاليٰ جنهن اهو ڪُن جو ڪلمو فرمايو، بدرجه اوليٰ جهت ۽ جانب يعني طرف کان پاڪ هوندو. عقل به بي جهت شيءِ آهي ته پوءِ الله تعاليٰ عقل جو به عقل ۽ جان جي به جان آهي، اهو ڇو جهت (طرف) کان پاڪ نه هوندو؟؟ مخلوق جو خالق سان جيڪو تعلق آهي اهو به ڪيفيت کان بالاتر آهي. روح مادي کان پاڪ آهي، انهيءَ ڪري اُن ۾ نه فصل جي صفت آهي، نه وصل جي، پر انسان جو خيال ۽ گمان وصل (ميلاپ) ۽ فصل (جدائيءَ) کان سواءِ ڪو تعلق نٿو سمجهي.

اسان جي بيان ڪيل دليلن مان سمجهه ته، اتصال ۽ انفصال کان سواءِ به ڪو تعلق آهي، پر اهو شخص جيڪو نفساني بيمارين ۾ مبتلا آهي، اهو پتو نٿو ٻڌائي سگهي. جيڪڏهن انسان مسلسل اهو سوچيندو ته منهنجي ذات

خداوندي کان دوري آهي تہ مردانگيءَ جي رڳ ان کي وصل ڏانهن وٺي ويندي. جيڪو عقل فقط اتصال ۽ انفصال جي تعلق کي سمجهي سگهي ٿو، اهو الله سان مخلوق جي تعلق جو پتو نٿو هڏائي سگهي. جيئن تہ عقل ان کي نٿو سمجهي سگهي، انهيءَ ڪري حضورﷺ جن فرمايو تہ: تَفَكَّرُوا فِي خَلقِ اللهِ وَلاَ تَفَكر و فِي الله: "الله جي مخلوق ۾ غور ڪريو، الله جي ذات ۾ غور نہ ڪريو، "ڇاڪاڻ تہ ذات جو تصور ناممڪن آهي، انهيءَ ڪري ان ۾ تفڪر بہ ناممڪن آهي. ذات ۾ غور ڪرڻ ذات ۾ غور ڪرڻ نہ آهي پر فقط پنهنجي هڪ مفروضي بابت غور ڪرڻ آهي. ڇاڪاڻ تہ ذات ۽ مخلوق ۾ لاتعداد پردا آهن. ذات ۾ غور ڪرڻ وارو ڪنهن پردي سان وابستہ ٿي ويو آهي ۽ ان کي الله جي ذات جو عين سمجهي رهيو آهي. خدا جي ذات ۾ مشغوليت نہ هجي ۽ وهم ۾ مبتلا هجي، تہ اها خدا جي ذات سان بي ادبي آهي، جنهن جي سزا هيٺ ڪِرڻ آهي. مطلب تہ انسان هيٺ ڪِري رهيو هجي ۽ هيءُ سمجهي تہ آئون مٿي چڙهي رهيو آهيان تہ اها هاچيڪار غلط فهمي آهي. خدا جي عجيب ڪاريگريءَ تي غور ڪرڻ گهرجي ۽ ان جي عظمت ۽ هيبت ۾ گم ٿي وڃڻ گهرجي. جڏهن الله تعاليٰ جي ڪاريگريءَ تي غور ڪندؤ تڏهن توهان تي پنهنجي حقيقت کُلي ويندي ۽ پوءِ خاموشي اختيار ڪندؤ.

هاڻي توهان اهو چوندا: لَا اُحصِي ثَنَاءَ عَلَيكَ اَنتَ كَمَا اَثنَيتَ عَلىٰ نفسك: "آئون تنهنجي تعريف جو احاطو نٿو ڪري سگهان، تون اهڙو آهين، جهڙي تو پنهنجي تعريف پاڻ ڪئي آهي."

حضرت ذوالقرنين ۽ ڪوه قاف جي ڳالهہ ٻولهہ مان بزرگ اهو ئي سمجهايو آهي تہ، اوصافِ باري تعاليٰ جو بيان ناممڪن آهي.

رفت ذوالقرنین سُوی کوهِ قاف
دیدکہ را کز زُمرد بود صاف

ترجمو: "ذوالقرنين ڪوه قاف ڏانهن ويو، هُن جبل کي ڏٺو تہ، زمرد کان وڌيڪ صاف هو."

ذوالقرنين هڪ نيڪ دل بادشاهہ هو، جنهن جو نالو سڪندر هو. هيءُ سڪندرِ اعظم کان گهڻو اڳ ٿي گذريو آهي. ڪوه قاف هڪ جبل جو نالو آهي. اهو جبل سڄي دنيا کي پنهنجي گهيري ۾ آڻيو بيٺو هو، ذوالقرنين ڪيس مخاطب ٿيندي چيو تہ تنهنجي وڏائيءَ جي مقابلي ۾ ٻين جبلن جي ڪا حيثيت نہ آهي. ڪوه قاف جواب ڏنو: اهي جبل منهنجون پاڙون آهن، پاڙ ۽ اصل برابر ڪونہ هوندا آهن. انهيءَ ڪري تون انهن کي ٻيو جبل سمجهي رهيو آهين. دنيا جي هر جبل هيٺان منهنجي رڳ آهي. اهڙيءَ طرح سڄي دنيا منهنجي رڳن ۽ نسن تي آباد آهي.

جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن شهر تي زلزلو نازل فرمائڻ چاهيندو آهي، تڏهن مون کي حڪم ڏيندو آهي تہ آئون پنهنجي رڳن کي چوريندو آهيان تہ ان شهر ۾ زلزلو اچي ويندو آهي. جڏهن مون کي رُڪجڻ جو حڪم ڏيندو آهي تہ منهنجي اها نس بيهي رهندي آهي. بظاهر آئون بيٺل ۽ ساڪن آهيان، پر الله جي حڪمن تحت منهنجي ڊوڙ ڊڪ جاري آهي. ساڪن رهي ڪم ڪرڻ جو مثال مرهم ۽ عقل آهي. جنهن جي عقل ۾ اها ڳالهہ نٿي اچي، اهو زلزلي جو سبب زمين جي بُخارن کي سمجهي ٿو، پر حقيقت ۾ زلزلي جو سبب خدائي حڪم ۽ ڪوه قاف آهي.

**ماڪوڙين جي گفتگو**

هڪ ننڍڙي ماڪوڙي ڪاغذ تي هلي رهي هئي. هُن قلم کي لکندي ڏٺو تہ ان جي تعريف ڪرڻ شروع ڪيائين. ٻي ماڪوڙي جنهن جي نظر تيز هئي، ان چيو: آڱرين جي واکاڻ ڪر، ڇاڪاڻ تہ اهو هُنر انهن جو آهي. ٽين ماڪوڙي جنهن جي نظر انهن ٻنهي کان وڌيڪ تيز هئي، تنهن چيو تہ آئون ٻانهن جي واکاڻ ڪريان ٿي، ڇاڪاڻ تہ آڱريون ان جون شاخون آهن.

مولانا رومي هن ڳالهه مان هيءُ ثابت ڪيو آهي تہ عقلمند مسبب الاسباب تي نظر رکندو آهي. ڪم عقل رڳو سبب کي ڄاڻندو آهي.

مورکے بر کاغذے دید اُو قلم
گفت بامورِ دِگر ایں راز هم

ترجمو: ”هڪ ننڍڙي ماڪوڙيءَ ڪاغذ تي قلم هلندي ڏٺو، هُن ٻي ماڪوڙيءَ سان اهو راز سليو...“

ٻي ماڪوڙيءَ چيو تہ، اهو قلم جو هُنر نہ آهي، پر اصل ڪاريگري ڪاتب جي آگرين جي آهي. ٽئين ماڪوڙيءَ چيو تہ، حقيقت ۾ اهو ڪم ٻانهن جو آهي. اها ڳالهه هلندي وڃي ماڪوڙين جي سردار وٽ پهتي جنهن چيو تہ، ڪاريگريءَ جو اصل سبب جسم نہ آهي، روح آهي. جسم روح جو هڪ لباس ۽ آلو آهي، نقش عقل ۽ جان ناهيندا آهن. اها ماڪوڙي بہ هن حقيقت کان بي خبر هئي تہ عقل ۽ جان خدا جي تحريڪ تي عمل ڪن ٿا. جيڪڏهن الله تعاليٰ عقل تان ٿوري دير جي لاءِ پنهنجي مهرباني هٽائي ٿو تہ اهو بي عقليءَ جا ڪم ڪرڻ لڳندو آهي.

## ذوالقرنين جي ٻيهر التجا ۽ الله تعاليٰ جي تعريف ۽ عجائب جو بيان

چونکہ کوہِ قاف دُرِ نطقِ سُفت
چونش گویا یافت ذوالقرنین گُفت

ترجمو: ”جڏهن ڪوه قاف لفظن جا موتي پوتا، تہ ذوالقرنين ان کي ڳالهائيندي ڏٺو، تڏهن چيائين...“

اي ڪوه قاف! تون الله تعاليٰ جي صفتن کان واقف آهين، اسان کي ان جي صفتن کان واقف ڪر؟ ڪوه ڪاف چيو، الله تعاليٰ جون صفتون بيان کان بالاتر آهن، قلم ۾ اها طاقت نہ آهي جو انهن کي لکي سگهي. ذوالقرنين چيو: ڪجهہ تہ ٻڌاءِ؟ تڏهن چيائين تہ: هي جهنگ ايڏو وڏو آهي جو 300 سال گهمندو رهجي تہ بہ ان جو مڪمل جائزو وٺي نہ سگهبو. اِن کي خدا برف سان ڀريو آهي. ان تي برف جا تهہ جميل آهن. هن جهنگ ۾ الله تعاليٰ برف جا جبل گڏ ڪيا آهن، ان ۾ حڪمت هيءَ آهي تہ، جيڪڏهن هن جهنگ جي برف جي جبلن جي ٿڌاڻ نہ هجي تہ دوزخ جي ٻاهہ جي گرمي مون کي ساڙي ڇڏي ها. جيڪڏهن غافلن جي غفلت جو اثر عارفن جي دل تي نہ پوي تہ عارفن جو شوق انهن کي ساڙي ڇڏي. غافلن جي غفلت جو اثر عارفن جي دل تي اهو ئي اثر ڪري ٿو جيڪو برف جا جبل ڪوه قاف جي لاءِ ڪري رهيا آهن. دوزخ جي ٻاهہ جنهن جي تاثير جو ايتري قدر بيان ٿيو، اها الله جي قهر ۽ غضب جو هڪ ذرو آهي، پر قهر ۽ غضب جي ان حالت جي باوجود الله تعاليٰ جي ڪرم جي ٿڌاڻ ان کان وڏيڪ آهي. رحمت جي غضب تي سبقت حِسي نہ آهي، پر معنوي آهي، رحمت ۽ غضب ٻئي الله جي صفت ۽ ارادي جون صورتون آهن ۽ ارادو عين ذاتِ باري تعاليٰ آهي.

انهيءَ ڪري هتي سابق بہ مسبوق هجڻ هڪ شيءِ جي صفت آهي. ساڳي شيءِ سابق بہ هجي ۽ مسبوق بہ. جيڪڏهن اهو سمجهہ ۾ نہ آئي تہ اهو تنهنجي عقل جو نقصان آهي ۽ انسانن کي عقل جو ٿورو حصو مليو آهي. جيڪو انسان دنيا جي آلائشن ۾ آهي، اُن جي پرواز اعليٰ علوم ڏانهن نٿي ٿئي. پکي جي پرواز فقط آسمان جي فضا ۾ آهي. ناقص عقل جي پرواز جو حال بہ ائين آهي، رحمت ۽ غضب جي سابق ۽ مسبوق هجڻ کي جيڪڏهن تون نٿو سمجهي سگهين تہ ان جو اقرار ۽ انڪار نہ ڪر، پر پنهنجي عاجزيءَ جو اظهار ڪر، رحمت خداوندي تنهنجي دستگيري ڪندي. جيڪڏهن انڪار ڪندين تہ توتي قهر خداوندي نازل ٿيندو. عجز ۽ حيراني اختيار ڪر تہ الله جي مدد اچي ويندي. حيراني ۽ عاجزي جي حالت ۾ تون ضرور چوندين تہ، اي الله! مون کي هدايت فرماءِ. حقيقتن جو

سمجهڻ مشڪل آهي، پر جڏهن انسان عاجزي ڪندو آهي ته الله تعاليٰ رحمت فرمائيندو آهي ۽ حقيقتون سمجهه ۾ اچي ويندڙيون آهن.

**حضور ﷺ جن جو جبرئيل کي اصل صورت ۾ ڏسڻ**

مصطفیٰؐ می گفت پیش جبرئیلؑ
کہ چنانکہ صورتِ تست اے خلیل

ترجمو: ”مصطفيٰ ﷺ جبرئيل عليه السلام کي چيو ته، اي دوست! جهڙي تنهنجي اصلي صورت آهي (مون کي ڏيکار)...“

حضور ﷺ حضرت جبرئيل عليه السلام کي چيو، پنهنجي صورت ڏيکار تان ته آئون ان جو نظارو ڪريان! جبرئيل عليه السلام چيو، جسماني حواس ڪمزور هوندا آهن، اُهي ان نظاري جو تاب برداشت نه ڪري سگهندا ۽ توهان کي تڪليف ٿيندي! حضور ﷺ فرمايو: اصل صورت ڏيکاريو، تان ته جسم کي پنهنجي حواسن جي ڪمزوري معلوم ٿي وڃي. انسان جا جسماني حواس يقيناً ڪمزور آهن، پر روح انساني نهايت طاقتور ۽ وڏي مخلوق آهي. انسان جي جسم جو مثال لوهه ۽ پٿر وانگر آهي، پر ان جي صفت چقمق وانگر آهي، جنهن ۾ باهه جهڙي مخلوق پوشيده هوندي آهي. پٿر ۽ لوهه مان جيڪا باهه پيدا ٿيندي آهي، اها قهر وانگر آهي. طاقتور جو ضعيف مان پيدا ٿيڻ ناممڪن ناهي. انسان جو بدن چقمق جي ذريعي باهه پيدا ڪري ٿو ۽ اها باهه انسان جي بدن کي ختم ڪري ڇڏي ٿي. انسان جي بدن ۾ اها ابراهيمي باهه لڪل آهي، جيڪا باهه جي سياري تي غالب ايندي آهي.

پٿر ۽ لوهه هٿوڙي کان عاجز آهن، پر انهن مان جيڪا باهه پيدا ٿئي ٿي اها لوهه جي ڪاٽين کي به ڳاري ڇڏيندي آهي. انسان جيتوڻيڪ دنيا ۽ جهان جي پيداوار آهي پر اصل کان وڌيل آهي. انسان جو ظاهري جسم مڇر کان عاجز ٿي وڃي ٿو. پر هن جو روح ستن آسمانن کي گهيري وٺي ٿو.

حضور ﷺ جي اصرار تي حضرت جبرئيل عليه السلام پنهنجي اصل صورت ۾ ظاهر ٿيو. حضرت جبرئيل عليه السلام جي ٻانهن جي هڪ ڪنڊ مشرق ۽ مغرب کي ڍڪي ڇڏيو. حضرت جبرئيل عليه السلام جي هيبت منڪرن لاءِ آهي. خواصن تي مهرباني ڪندو آهي. بادشاهه عوام تي هيبت طاري ڪندا آهن ۽ خواص تي مهرباني ڪندا آهن. جڏهن بادشاهه جي سواري ايندي پئي آهي ته ماڻهو رستي کان پري ٿي ويندا آهن. بادشاهه جو اهو سڄو رعب ۽ دٻدٻو رستي جي عوام ۽ خواص لاءِ هوندو آهي تان ته اُهي پنهنجي وڏائي جو خيال دل مان ڪڍي ڇڏين. چاڪاڻ ته بادشاهه ڪاوڙ جي وقت پڪڙڻ تي قادر آهي. جڏهن بادشاهه پنهنجي خاص محفل ۾ هوندو آهي ته، اتي نه خوف هوندو آهي، نه بدلي ۾ قتل جو ڊپ هوندو آهي، خاص مجلس ۾ بُردباري ئي بُردباري هوندي آهي. طبل ۽ نغارو جنگ جي وقت لاءِ هوندو آهي. عيش عشرت جي مجلس ۾ چنگ ۽ رباب هوندو آهي. محاسبي جي ڪچهري عوام جي لاءِ هوندي آهي. خاص محفل ۾ حسينن جي هٿ ۾ جام هوندو آهي. جنگ جو سامان جنگ جي لاءِ هوندو آهي. عيش عشرت جي مجلس ۾ شراب هلندو آهي. حضور ﷺ سِج ۽ شمع وانگر آهن، حضرت جبرئيل عليه السلام ذري ۽ پرواني وانگر آهن.

روح جا اوصاف بيان کان ٻاهر آهن، جيڪڏهن بيان ڪيا وڃن ته ڪو بدن جو تاب نٿو رکي سگهي. پاڻ سڳورن ﷺ جو فرمان آهي: تَنَامُ عَينَا یَ وَلَایَنَامُ قَلبِی: ”منهنجون ٻئي اکيون سُمهن ٿيون، دل نٿي سمهي،“ ”روح مبارڪ ستل ڪونه هو، پر ان تي جسم جي حفاظت سان هڪ غيراختياري غفلت طاري هئي. حضور ﷺ جن جي روح جي اها صفت الله ۾ به آهي، جو اهو مجرمن کان غفلت اختيار ڪندو آهي، ورنه ڪو ظالم ظُلم نه ڪري سگهي. مطلب ته حضور ﷺ جن جي بيهوشي جو تعلق جسم سان هو ۽ روح جي غفلت ان جي ڪري هئي ته، اهو يَدُاللهِ جي محبت ۾ پُرجوش هو.

حضرت جبرئيل عليه السلام جي پَر سان بيهوش ٿيڻ جي ڪري ڪو هيئن نہ سمجهي تہ حضرت جبرئيل عليه السلام پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کان افضل آهي، ڇاڪاڻ تہ حضور صلي الله عليه وسلم ٿوري دير جي لاءِ بيهوش ٿيا. پر جيڪڏهن پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم پنهنجا روحاني پَر پکيڙين ها تہ جبرئيل هميشہ لاءِ بيهوش ٿي وڃي ها! حضور صلي الله عليه وسلم جي افضليت جو اندازو هن مان لڳايو تہ معراج ۾ حضرت جبرئيل عليه السلام پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم سان گڏ ساٿ نہ ڏئي سگهيو. سدرت المُنتهيٰ تائين پهچي ڪري چوڻ لڳو تہ اڳتي وڌندس تہ، منهنجا پَر سڙي ويندا ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جو سير ان کان بہ اڳتي ٿيو.

حضرت جبرئيل عليه السلام کي خطاب ڪري، مولانا فرمائي ٿو تہ، تون شمع محمدي جو پروانو نہ هئين، ورنہ ان جي سڏڻ تي پَر سڙڻ جو عذر نہ ڪرين ها.

مولانا جي راءِ ۾ سدرت المُنتهيٰ واري پرواز جي حد حضرت جبرئيل جي خود متعين ڪيل آهي. الله تعاليٰ جي طرفان متعين ڪيل ڪانهي. انهيءَ ڪري حضور صلي الله عليه وسلم جي سڏڻ تي ان کي وڃڻ گهرجي ها، ڇاهي ان جا پَر سڙي وڃن ۽ جان هلي وڃي ها. مولانا رومي، حسام الدين کي خطاب ڪري ٿو تہ، عوام جو عقل ابتو آهي، انهيءَ ڪري اسان جون ڳالهيون انهن کي ابتيون معلوم ٿينديون. هاڻي اها ڳالهہ ختم ڪريو ۽ توهان پنهنجو پاڻ کي شينهن وانگر سمجهو. عوام گورخر (جهنگلي گڏهہ) آهي، انهن جو شڪار ڪريو ۽ ڳالهائڻ ۾ انهن جا تابع بنجي وڃو. توهان جي منشا جون ڳالهيون عوام کي ابتيون نظر اچن ٿيون. اهي ماڻهو ناسوتي آهن. توهان انهن ۾ عارضي طور تي آهيو. انهن جي عقل مطابق ڳالهيون ڪريو. توهان جو وطن عالمِ آخرت آهي.

حضرت موسيٰ کي حڪم ٿيو تہ، هو فرعونين سان نرمي سان ڳالهائي. توهان بہ ائين ڪريو. گرم تيل ۾ پاڻي وجهبو تہ اهو اپامي پوندو. ديڳ ۽ چُلهہ کي بہ خراب ڪندو. مخالفن سان سخت ڳالهہ ڪرڻ ۾ ڳالهہ بگڙي ٿي. ڳالهہ نرمي سان ڪريو، پر صحيح ڪريو. غلط بياني نہ هجڻ گهرجي. نرم ۽ صحيح ڳالهہ ڪرڻ جو طريقو هيءُ آهي تہ مٽي ڪائڻ واري کي ڳُڙ جا فائدا ٻڌايا وڃن. نرميءَ ۾ غلط ڳالهہ هيءَ آهي تہ ان کي مٽي ڪائڻ جي ترغيب ڏني وڃي.

توهان روحاني طور تي نصيحت ڪريو، جنهن ۾ لفظن جي ضرورت نہ آهي. گدرن وغيره جي واڙين، فصلن ۽ انگورستان ۾ جانورن کي ڊيڄارڻ لاءِ مثل گڏهہ يا ڪنهن وحشتناڪ شيءِ کي اُبو ڪوڙيو ويندو آهي. ان کي ڏسي جانور ڊڄي ڀڄي ويندا آهن. گدرن ۽ انگورن کان محروم ٿي ويندا آهن. عوام کي سمجهڻ ۾ نہ اچڻ واري ڳالهہ انهن لاءِ مٽي جو سور بنجي ويندي. اهي حقيقتن تي غور ڪرڻ کان محروم رهجي ويندا آهن. اي ضياء الحق! مثنوي جا علم جيڪي بمنزلہ انگورستان ۽ واڙين جي آهن، انهن ۾ اُهي ڳالهيون نہ ڪر، جيڪي عوام جي لاءِ مٽي جو سور بنجن. جڏهن اهي دنيا جي آلائش کان صاف ٿي ويندا، تڏهن اها مثنوي انهن جي لاءِ فائديمند ٿيندي.

اي حسام الدين! آئون تو کي هن ڪري نصيحت ڪري رهيو آهيان تہ مثنوي ۾ جيتوڻيڪ الفاظ منهنجا آهن پر معنائون تنهنجون عطا ڪيل آهن. آءٌ غلطي پيو ڪريان. اصل ۾ لفظ ۽ معنائون ٻئي تنهنجا عطا ڪيل آهن، مطلب تہ مثنوي جو مدار توتي آهي. توهان الله وٽ محمود آهيو. خدا ڪري تہ دنيا ۾ بہ محمود رهو ۽ ماڻهو توهان جي تعريف جا قائل ٿي توهان کان فيض حاصل ڪن. ناسوتي ماڻهو توهان جهڙن ملڪوتن سان ملي وڃن. جيستائين انهن ۾ ناسوتي آهي، ٻيائي آهي، جڏهن روحاني بنجي ويندا، ٻيائي ختم ٿي ويندي. دنيا ۾ اتحاد ۽ تفرقي جو سبب روحن جو اتحاد ۽ نفرت آهي. جڏهن روحن ۾ اتحاد هوندو آهي، تڏهن دنيا ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت هارون عليه السلام وانگر ڪير ڪنڌ بنجي ويندا آهن. جڏهن ٿوري سڃاڻپ کان پوءِ انهن ۾ اجنبيت اچي ٿي تہ اها پردو ۽ حجاب بنجي ويندي آهي. پوءِ مُربي روح ان ناشڪري جي ڪري ان کان مُنهن موڙيندو آهي. انهيءَ ڪري منڪرن جي روح حضور صلي الله عليه وسلم جن کان منهن موڙيو.

## يهودين ۽ نصارن جي اعتقاد جو بيان

پيش ازانکه نقشِ احمدؐ فر نمود
نعتِ اُو هر گبر را تعويذ بُود

ترجمو: ”اُن کان پهريان جو احمدﷺ جي صورت شان ڏيکاري، ان جي تعريف هر ڪافر جو تعويذ هئي. “

حضورﷺ جي پيدائش کان اڳ سندن تعريف هر يهودي ۽ نصرانيءَ جو تعويذ بنيل هئي ۽ اهي چوندا هئا ته هڪ نبي آخرالزمان ضرور ايندو ۽ حضورﷺ جي آمد لاءِ آتا هئا. الله تعاليٰ کان حضورﷺ جي جلد اچڻ جون دعائون گهرندا هئا. قرآن پاڪ ۾ آهي ته: ”وَكَانُوا مِن قَبْلُ يَسْتَفْتِحُونَ عَلَى الَّذِينَ كَفَرُوا“ (البقره:89) يهودي بعثت کان اڳ ۾ پاڻ سڳورن جي توقع تي ڪافرن جي مقابلي ۾ پنهنجي فتح جون دعائون گهرندا هئا. حضورﷺ جو تصور هر وقت انهن سان گڏ هوندو هو. حضورﷺ جو صحيح نقش ۽ تصوير اهڙن گڏڻن جي دل ۽ دماغ ۾ نٿي اچي سگهي. اها حضورﷺ جي خيالي تصوير هئي. ديوار جي ٻيائي ان جو عيب آهي، جيڪڏهن حضورﷺ جي صحيح تصوير ديوار تي پئجي وڃي ته اها به پنهنجي ٻيائي ڇڏي ڏي ها.

قرآن پاڪ ۾ آهي ته: فَلَمَّا جَاءَهُم مَّا عَرَفُوا كَفَرُوا بِهِ (البقره:89) ”جڏهن اها شيءِ انهن وٽ آئي جنهن کي اهي ڄاڻي چڪا هئا، تڏهن اُن جو ڪفر ڪرڻ لڳا.“ يعني حضورﷺ جي بعثت تي وئي ۽ اصل صورت انهن جي اڳيان اچي وئي. اهي ڪوڙا ثابت ٿي سِڪا هئا. جڏهن مٿن ايمان جي گرمي پئي ته اهي وڏيڪ ڪارا ٿي ويا، ڇاڪاڻ ته ڪوڻ منافقن جي دل ۾ اهل الله جي محبت ڪانه هوندي آهي. ڪوڻو، ڪسوٽيءَ جو شوق هن لاءِ ظاهر ڪندو آهي تان ته ٻين کي شڪ ۾ مبتلا ڪري ۽ اهي سمجهن ته جيڪڏهن اهو ڪرو (سچو) نه هجي ها ته ڪسوٽيءَ جو شوق ڇو ظاهر ڪري ها، پر اهڙي طريقي ۾ نااهل مبتلا هوندا آهن. اهڙن نااهلن کي هي سمجهڻ گهرجي ته ڪوڻو ڪسوٽي ضرور چاهيندو آهي پر ڪوڙي، جنهن سان اُن جو عيب ظاهر نه ٿئي.

هيءَ ڪلام ته ايتري قدر ڊگهو آهي جو قيامت تائين ختم ڪونه ٿيندو. انهيءَ ڪري في الحال ان کي ختم ڪرڻ گهرجي. بهرحال ٻي ڳالهه اها ته جيڪا ڪسوٽي عيب کي لِڪائي اها ڪسوٽي نه آهي ۽ نه ان ۾ سڃاڻڻ جو نور آهي. جيڪو آئينو چهري جو عيب لڪائي، اهو منافق آهي. اهڙي آئيني جي هرگز جستجو ۽ ڳولا نه ڪريو. اهڙو آئينو تلاش ڪريو، جيڪو صحيح چهرو ڏيکاري، اهڙي آئيني يعني رهنما ۽ سونهين جي ذريعي توکي خدا خود اهڙو آئينو بنائيندو جو ان ۾عرش ۽ آسمان نظر ايندو. عرش ۽ آسمان ته ڇا اُن آئيني ۾ توکي خدا جون تجليون نظر اچڻ لڳنديون. اها ڳالهه سمجهي ڇڏ.

# دفترپنجون

شه حسام الدين که نور انجم ست
طالبِ آغازِ سفر پنجم ست

ترجمو: ”شاهه حسام الدين جيڪو ستارن جو نور آهي، پنجون ڪتاب شروع ڪرڻ چاهي ٿو.“

ضياءُ الحق حُسام الدين جو مطالبو آهي ته مثنويءَ جو پنجون دفتر شروع ڪيو وڃي. اي ضياءُ الحق! عوام ۾ تنهنجي تعريف ٻڌڻ جي اهليت نه آهي ورنه آئون تنهنجي گهڻي تعريف ڪريان ها ۽ ان ڪان سواءِ ڪا ڳالهه نه چوان ها. عوام جي اڳيان حسام الدين جي تعريف ڪرڻ ائين آهي، جيئن باز جي خوراڪ جهرڪيءَ کي کارائي وڃي پر باز جو لُقمو جهرڪيءَ جي ملڪيت نه آهي. هاٿي پاٽيءَ کي تيل چوٽو پئجي رهيو آهي. يعني عوام جي اڳيان غير حقيقي تعريف ڪرڻي پئجي رهي آهي ۽ تعريف ۾ تڪلّف ڪرڻو پوي ٿو. جهڙي طرح سج مدح ۽ تعريف کان بي نياز آهي، حسام الدين به اهڙي طرح آهي. جيڪڏهن ڪو شخص سِجّ کي اوندهه چوي ته ماٺهو خود ان کي انڌو چوندا. اي حسام الدين. جيڪو توهان تي حسد ڪري ٿو توهان ان کي معاف ڪريو، ڇاڪاڻ ته ان جي حسد سان اوهان جو نقصان نه آهي پر خود ان جو نقصان آهي. توهان سج آهيو ۽ توهان جو فيضَ سج جي فيض وانگر آهن. جيڪڏهن ڪو سج کي ۽ ان جي فيض رساني کي ماڻهن جي اکين کان لِڪائڻ گهري ته اهو خود حماقت ۽ بيوقوفي ۾ مبتلا آهي.

سج جي شعائن سان ميون کي تازگي عطا ٿيندي آهي. سج جا حاسد نه ان جو نور گهٽائي سگهن ٿا ۽ نه ان جو رُتبو گهٽ ڪري سگهن ٿا. اي حسام الدين! توهان جو رُتبو عام عقلن کان مٿي آهي. ان جي جيڪا تعريف ڪئي وڃي اها گهٽ آهي. حسام الدين جي پوري تعريف جيتوڻيڪ ناممڪن آهي، پر پوءِ به عاجزانه ان جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته جيڪا شيءِ پوري طرح حاصل نه ٿي سگهي ان کي مڪمل طور ڇڏڻ نه گهرجي، ڪجهه نه ڪجهه ان مان حاصل ڪرڻ گهرجي، انسان مينهن جو سڀ پاڻي نٿو پي سگهي پر ٿورو ضرور پيئي ٿو. درياءَ جو سڀ پاڻي نٿو پي سگهجي، پر بقدر امڪان سيرابي حاصل ڪئي ويندي آهي. حسام الدين جي پوري تعريف عوام جي اڳيان ناممڪن آهي، ته به ان جو ڪجهه حصو بيان ڪرڻ گهرجي. جيتوڻيڪ حسام الدين جي تعريف ان تعريف جو مغز نه آهي، پر ڇلڪو يا ڪل آهي پر عوام ۾ ان لاءِ به فائدا آهن. بلندي ۽ پَستي (هيٺانهين ۽ مٿانهين)، فائدا ۽ نقصان سڀ اضافي ڳالهيون آهن. هڪ شيءِ هڪ جي لاءِ مفيد ته ٻئي جي لاءِ غير مفيد آهي. توهان جي تعريف عوام جي لاءِ مفيد آهي. جيتوڻيڪ اها حقيقي نه آهي. معمولي تعريف هن ڪري ڪري رهيو آهيان تان ته اُهي حقيقي تعريف تائين رهنمائي حاصل ڪن. تنهنجي ذات جي ذريعي مخلوق وهم ۽ گمان کان لنگهي يقين جو مرتبو حاصل ڪري سگهي ٿي. طالب ان وقت فيض حاصل ڪري سگهي ٿو جڏهن ان جي دل ۾ مطلوب جي عظمت هجي. فيض حاصل ڪرڻ لاءِ استعداد ۽ ڪوشش ضروري آهي. ڪوشش وارو نور حاصل ڪندو آهي. ڪوئو اوندهه کي پسند ڪندو آهي. ڪمزور

اکين وارا رات جو گهمندا آهن. چمڙو ۽ ڪوئو ڪڏهن روشنيءَ جو طواف ڪونہ ڪندا آهن. جن جي دلين ۾ دين ڏانهن تاريڪي ۽ اوندهہ آهي انهن لاءِ علمي موشگافيون حقيقت پهچڻ ۾ تائين مانع بنجي ويندون آهن. اهي ماڻهو جيستائين دين جي حقيقت جي هنر سان آراستہ نہ ٿيندا اهي شيخ حسام الدين جي تعريف ڪي نہ سمجهندا. جيڪي ماڻهو ڪوئي وانگر زمين جي سوراخن ۾ رهڻ جا عادي آهن، اهي ڪجور وانگر بار آور ۽ ميويدارا نہ ٿيندا آهن.

**فَخُذْ اربعةً مِنَ الطَّيْرِ واري آيت جو تفسير**

حضرت ابراهيم عليه السلام کي فرمايو ويو: جيڪڏهن توکي اسانجي صفت زنده ڪرڻ ۽ مارڻ واري ۾ شڪ آهي تہ چئن پکين کي ذبح ڪر. اهي چار پکي بدڪ، مور، ڪانگ ۽ ڪُڪڙ هئا.

مولانا رومي فرمائي ٿو: انهن چئن پکين مان انسان جون چار بريون صفتون مراد آهن جيڪي انسان لاءِ حقيقت بيني کان مانع آهن. انسان انهن صفتن جو ازالو ڪري تہ حقيقت بين بنجي ويندو آهي. بدڪ مان مراد حرص، مور مان مراد مرتبي جي محبت؛ ڪانگ مان مراد تمنا، ڪڪڙ مان مراد شهوت آهي.

چار وصف ست ایں بشر را دل فشار
چار میخ عقل گشتہ ایں چهار

ترجمو: "اهي چار صفتون انسان جي دل کي نِپوڙڻ واريون آهن. اهي چار ئي عقل جون چار ميخون آهن."

جيڪڏهن انسان ابراهيم خليل الله وانگر حقيقت بين بنجڻ چاهي ٿو تہ ان کي پنهنجي انهن چئني حقيقتن کي مِٽائڻ گهرجي. اهي چار ئي صفتون ڪانگ جي خاصيت رکن ٿيون. ڪانگ سڀ کان پهرين مُردي جي اڪ ڪيندو آهي، اها صفت بہ انسان کي انڌو ڪندي آهي. جيڪو شخص انهن چئن صفتن کي مِٽائيندو تہ ان جي چاڻ حقيقت تائين پهچي ويندي. اي حسام الدين! ماڻهن مان صفاتِ ذميمہ کي پري ڪر تان تہ انهن کي سلوڪ ۾ سير حاصل ٿي وڃي. انسان جي جسم ۾ اهي چار خصلتون آهن، جن کي چئن پکين سان تعبير ڪيو ويو آهي. انهن خصلتن جي ازالي سان انسان کي ابدي زندگي نصيب ٿيندي. انهن چئن خصلتن کي اهڙيءَ طرح قابوءَ ۾ رکو جو انهن جي نقصان کان بچي سگهو. جڏهن توهان ماڻهن جي دلين تي حڪومت ڪرڻ لڳندا تڏهن خلافتِ الاهي جا حقدار ٿيندا. انهن بُراين جي ازالي سان حياتِ سرمدي حاصل ٿيندي. انهن چئن پکين جهڙيون انسان ۾ چار خصلتون آهن. بدڪ مان مراد انسان جو حرص آهي ۽ ڪڪڙ مان مراد انساني شهوت آهي. مور مان مراد انسان جي جاهہ طلبي ۽ مرتبو آهي ۽ ڪانگ مان مراد انسان جي تمنا آهي. هڪ آرزومند جي هيءَ تمنا هوندي آهي تہ ڪيس دنياوي زندگي هميشہ جي لاءِ حاصل ٿي وڃي يا گهٽ ۾ گهٽ عمرِ دراز ٿي وڃي. انسان جو حرص بدڪ وانگر آهن جيڪا هر جڳهہ پنهنجي چُهنب خوراڪ جي جستجو ۽ ڳولا ۾ هڻندي رهندي آهي. الله جي احڪامن مان ان فقط "توهان کائو ۽ پيئو" جو حڪم ٻڌو آهي. ٻيا حڪم ڇڏي ڏنا اٿس. ائين ڪاڏي جي حرص ۾ آهي. جيئن چور گهر مان چوري ڪرڻ مهل جلدي جلدي پنهنجو ٿيلهو ڀريندو آهي. اهو جلد بازي هِن ڪري ڪندو آهي تہ جيئن ٻيو ڪو چور پائيوار نہ ٿي وڃي. ڪيس پنهنجي خدا تي ڀروسو ڪونہ هوندو آهي.

مومن مرد جيئن تہ آخرت واري زندگي جو عقيدو رکي ٿو انهيءَ ڪري ان ۾ جلد بازي ڪونہ هوندي آهي، ڪيس اطيمنان هوندو آهي. سندس خدا ان جي دشمن تي غالب هوندو آهي ۽ ڪيس ٻين مومنن جي طرفان بہ اطمينان حاصل هوندو آهي ۽ هو خدائي انصاف تي يقين رکندو آهي. مومن انهن عقيدن جي ڪري مطمئن رهندو آهي جو ان جو مُقدّر ڪو ڦُري نٿو سگهي. مومن پنهنجي ضرورت تي ٻين کي ترجيح ڏيندو آهي. ۽ چاڪاڻ تہ حديث شريف ۾ آهي حلم ۽ بردباري الله جي طرفان آهي ۽ جلدبازي شيطان جي طرفان آهي ۽ قرآن شريف ۾ آهي تہ، "شيطان توهان کي مسڪينيءَ

کان ٻيچاريندو آهي.“ (البقره:268) شيطان مسڪيني کان هن ڪري ٻيچاريندو آهي ته انسان ڪاڏو ڪمائڻ ۾ حرام کان پرهيز نه ڪري. ڪافر ۾ نه مُرّوت هوندي آهي نه بردباري ۽ نه وري اهو ثواب جو حقدار هوندو آهي.

**هن حديث جي وارد ٿيڻ جو سبب ته ”ڪافر جو ستن آندن ۾ ۽ مومن هڪ آندي ۾ کائيندو آهي“**

هن قصي مان مقصد بسيار خوري ۽ گهڻي کائڻ جي نقصانن کي سمجهائڻ آهي.

کافرانِ مهمانِ پیغمبر شدند
وقتِ شام ایشان به مسجد آمدند

ترجمو: ”ڪافر پيغمبر عليه السلام جا مهمان ٿيا، شام جي وقت مسجد نبوي ۾ آيا...“

۽ چيائون ته اي بادشاهه! اسين مهمان بڻجي آيا آهيون ۽ پري کان آيا آهيون، بي سرو سامان آهيون، اسان تي مهرباني ڪريو. پاڻ سڳورن عليه السلام دوستن ڏانهن مُنهن ڪيو ۽ فرمايائون: اي منهنجا دوستو! ورهاست ڪريو ڇاڪاڻ ته توهان منهنجي محبت سان ٽمٽار آهيو. دشمنن تي بادشاهه ڪي ڪاوڙ ايندي آهي، جنهن ڪري سپاهي تلوار هلائيندا آهن. بادشاهه لشڪر جي لاءِ روح وانگر آهي. جيڪڏهن بادشاهه خوب سيرت آهي ته سپاهي به خوب سيرت هوندو آهي. روح پاڻيءَ وانگر آهي ۽ هي جسم نهر وانگر آهن. جيڪڏهن بادشاهه جي روح جو پاڻي مِٺو هوندو ته سڀ نهرون مِٺي پاڻيءَ سان ڀريل هونديون آهن، ڇو ته عوام بادشاهه جي دين تي هوندو آهي. عبس جي بادشاهه ائين ئي فرمايو آهي. سوره عبس حضور عليه السلام تي نازل ٿي. پاڻ سڳورن عليه السلام ارشاد فرمايو ته، اَلنَّاسُ عَلٰى دِيْنِ مُلُوْكِهِمْ ”ماڻهو پنهنجي بادشاهن جي دين تي هوندا آهن.“ جيئن چوٽي آهي ته جهڙو راجا تهڙي پرجا.

مهمانن ۾ هڪڙو پيٽوڙي هو، جيئن ته گهڻو ٿُلهو هو تنهنڪري اُن کي ڪو پنهنجي گهر ڪونه وٺي ويو. اهو مسجد ۾ رهجي ويو. ان کي پاڻ سڳورا عليه السلام وٺي ويا. حضور عليه السلام وٽ ست ٻڪريون کير ڏيڻ واريون هيون. اهي کير ڏيڻ واريون ٻڪريون جهنگ ۾ ڪونه وينديون هيون تان ته ڪاڏي جي وقت انهن جو کير ڏڏو وڃي.

ڏڪار ۾ ماڻهو پيٽوڙي ٿي ويندو آهي. بکايل مهمان ”غُز جو پٽ عوج“ هو. (غز ترڪن مان هڪ قوم هئي، جيڪا ڏاڍيل هئي.) عوج جي پيءُ جو نالو عشق هو. مولانا اُن کي بُرين عادتن جي ڪري غز جو پٽ چيو آهي. عوج سيني ٻڪرين جو کير پي ويو. ان کير ۾ ارڙهن ماڻهو حصي جا اميدوار هئا. سمهڻ وقت هو حُجري ۾ ويو. ٻانهيءَ ڪاوڙ مان دروازو بند ڪري ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته ان کي ڪاوڙ هئي. اڌ رات جو ڪافر کي پيٽ ۾ سور ٿيو ۽ حاجت جي تقاضا ٿي. پنهنجي بستري تان اُٿي دروازي ڏانهن ڀڳو ته ان کي بند ڏٺائين. هُن دروازي ڪولڻ جون گهڻيون تدبيرون ڪيون پر دروازو نه ڪليو. هُن حاجت کي روڪڻ جي هيءَ تدبير ڪئي جو سُمهي رهيو. پوءِ هن پنهنجو پاڻ کي خواب ۾ هڪ ويران جاءِ تي ڏٺو، ڇاڪاڻ ته ان جو باطن ويران هو. پاڻ کي خالي جاءِ ۾ ڏٺائين ته ڪاڪوس ڪري ڇڏيائين. خواب مان سجاڳ ٿيڻ بعد پليديءَ مان ڀريل بسترو ڏسي پريشانيءَ جي ڪري چريو ٿي ويو. سندس دل ۾ ان نازيبا حرڪت جي ڪري گهڻيون پريشانيون پيدا ٿي ويون. چيائين ته منهنجو سمهڻ منهنجي سُجاڳيءَ کان وڌيڪ بدتر آهي. جيئن ڪافر حشر جي ڏينهن تباهي ڏسي واويلا ڪندا ائين شور ڪرڻ لڳو ته رات ڪڏهن ختم ٿيندي، دروازو ڪڏهن کُلندو ته جيئن هو ائين ڀڄي جيئن تير ڪمان مان نڪرندو آهي، جيئن ان کي ڪير نه ڏسي. قصو وڏو آهي، مختصر هي ته دروازو ڪليو ۽ ڪيس غم جي درد مان ڇوٽڪارو مليو.

**حضور عليه السلام جن جو مهمان لاءِ حجرو کولڻ**

مصطفیٰ صبح آمد و در راکشاد،
صُبح آں گمراه را اُو راه داد

ترجمو: ”صبح جو مصطفيٰ ﷺ آيو ۽ دروازو کوليائون. صبح جو ان گمراهہ کي پاڻ سڳورن ﷺ رستو ڏنو.“

پاڻ سڳورن ﷺ کي مهمان جي اها حرڪت ڪنهن طرح معلوم ٿي وئي هئي. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورا ﷺ ڪنڌائتا ٿي ويا. تان تہ اهو مصيبت جو ماريل شرمندو نہ ٿئي ۽ بي ڌڙڪ ٻاهر هليو وڃي. رات جو دروازو هن ڪري نہ کوليائون تہ ان کي خوب شرمندگي ٿئي جيڪا ان جي ايمان آڻڻ جو سبب بڻجي وڃي. حضور ﷺ خود لِڪا هئا يا خدا پاڻ سڳورن کي ان جي نگاهن کان لِڪائي ڇڏيو. الله تعاليٰ ڪڏهن اکين تي اهڙو پردو وجهندو آهي جو انسان پنهنجي پاسي واري دشمن کي بہ ڪونہ ڏسي سگهندو آهي. حضور ﷺ کي ان جي احوالن جو علم ٿي ويو هو پر خدا جو حڪم هو تہ رات جو دروازو نہ کوليو. رات جو دروازو نہ کولڻ بظاهر اُن سان دشمني هئي پر اُن ۾ ئي اُن جي ڀلائي لِڪل هئي. جڏهن ان ڪافر صبح جو دروازو کليل ڏٺو تڏهن لِڪي ڀڳو. ان جي لاءِ مناسب هو تہ پنهنجي پاخاني کي پاڻ صاف ڪري ها. هڪ شخص پاڻ سڳورن کي بسترو ڏيکاري چيو: سائين هي توهان جي مهمان ڪم ڪيو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ مُرڪي ڏنو ۽ فرمايائون تہ ڪَرُو ڪٽي اچ تان تہ آئون پنهنجي هٿن سان هن گندگي کي صاف ڪريان. صحابين مان هر هڪ ڪوشش ڪئي تہ پاخاني کي اهي صاف ڪن. صحابي چوڻ لڳا: اي الله جا رسول! اسان جي جان توهان تي قربان! توهان ڇڏيو. اهو ڪم اسين سرانجام ڏينداسين. قرآن پاڪ ۾ تہ، لَعَمْرُكَ اِنَّهُمْ لَفِيْ سَكْرَتِهِمْ يَعْمَهُوْنَ ۝ (الحجر:72) ”تنهنجي عمر جو قسم! اِهي پنهنجي مستي ۾ انڌا ٿي رهيا آهن.“ خدا حضور ﷺ جي عمر جو قسم کنيو ۽ قسم ذات ۽ صفات خداوندي جو کنيو ويندو آهي تہ ڄڻ الله تعاليٰ حضور ﷺ جي عمر کي پنهنجي صفت قرار ڏنو. صحابينؓ عرض ڪيو: اسان جي زندگيءَ جو قسم مقصد توهان جي خدمت آهي. اسين جيڪڏهن خدمت نہ ڪريون تہ زندگي بيڪار آهي. حضور ﷺ فرمايو: مونکي انهن سيني ڳالهين جو يقين آهي، پر پاخانو آئون پاڻ پنهنجي هٿن سان صاف ڪندس. ان ۾ حڪمت لِڪل آهي.

صحابي سڳورا انتظار ۾ بيهي خود ڌوئڻ واري حڪمت جو مشاهدو ڪرڻ لڳا حضور ﷺ پنهنجي هٿن سان نجاست کي خدائي حڪم سان ڌوئي رهيا هئا. ان ۾ ڪنهن جي تعليم يا رياءَ کي ڪو دخل نہ هو.

## ڪافر مهمان جو حضور ﷺ جن جي گهر واپس موٽڻ ۽ پنهنجي حالت تي شرمندگي بعد مسلمان ٿيڻ

ڪافرڪ را هيڪلي بُد يادگار
يا وه ديد آنرا او گشت او بيقرار

ترجمو: ”اُن حقير ڪافر وٽ هڪ يادگار مورتي هئي، جيڪا وڃايائين تہ بيقرار ٿي ويو.“

اهو مهمان پنهنجي مورتي وساري ويو هو. جيتوڻيڪ اهو شرمندو هو پر مورتيءَ جي حرص ان کي ٻيهر موٽڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. اهو مورتيءَ جي لاءِ واپس آيو. تڏهن اُن ڏٺو تہ حضور ﷺ پنهنجي مبارڪ هٿن سان ان جي جي پليدي ڌوئي رهيا آهن. بيعت رضوان جي سلسلي ۾ قرآن ۾ فرمايو ويو آهي: يَدُاللهِ فَوْقَ اَيْدِيْهِمْ ۚ (الفتح:10) ”خدا جو هٿ انهن جي هٿن مٿان آهي،“ ڄڻ تہ الله تعاليٰ حضور ﷺ کي پنهنجو هٿ قرار ڏنو آهي. اهو ڪافر حضور ﷺ جي انهن ڪريمانہ اخلاقن کي ڏسي ڪري ايتري قدر متاثر ٿيو جو مورتي کي وساري ڇڏيائين ۽ چرين وانگر پنهنجو مٿو پِٽين سان هڻڻ لڳو. رت وهيس، تڏهن حضور ﷺ کي ان تي رحم آيو. هو وڏي واڪ رڙيون ڪندو چوندو رهيو تہ اي ڪافرو! حضور ﷺ جي مخالفت کان ڊڄو. حضور ﷺ جيڪي مجموعہ عالم آهن، پوءِ بہ خدائي حڪم جا تابع آهن پر آئون جُز ٿي ڪري ظالم ۽ سرڪش بنيل آهيان. اهو ڪافر هر گهڙي آسمان ڏانهن مُنهن ڪري چئي رهيو هو تہ منهنجو منهن اِن جي قابل نہ آهي جو حضور ﷺ جي روبرو پيش ٿيان.

حضور ﷺ سندس بيقراري کي ڏسي ڪري ڪيس سيني سان لڳايو ۽ ان کي اطمينان ڏياريو. پاڻ سڳورن ﷺ

ان کي ايمان جو نور عطا فرمايو. مقصد هي آهي ته آھ و زاريءَ سان ئي مقصد حاصل ٿيندو آهي. ٻار ٻ ڇاڻي ٿو ته جيستائين نه روئندس ته دائي (ماءُ) ڊوڙي کري نه ايندي. پر عاقل بالغ انسان هي نٿو سمجهي، ته رحمتِ خداوندي آھ و زاريءَ کانسواءِ متوجه نٿي ٿئي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته "ٿورو کِلو گهڻو روئو" (التوبه:82) ڪڪر جي رِوئڻ ۽ سج جي گرمي سان ئي دنيا جي تروتازگي آهي. جيڪڏهن جهان ۾ سج جي گرمي ۽ ڪڪر جو پاڻي نه هجي ته جسمن ۾ نشو و نما نه ٿئي. سال جي چئن موسمن جو دارومدار سج جي گرمي ۽ ڪڪرن جي پاڻي تي آهي. انسان کي ٻ پنهنجي ڪمال جي لاءِ عقل ۾ سوزش (۽ گرمي) ۽ اک ۾ ڳوڙها درڪار آهن. جسم جي شادابي روح جي مردگي آهي. جسم کي گهٽائڻ ۽ روح کي وڌائڻ گهرجي. قرآن ۾ آهي وَاَقْرِضُوا اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا (المزمل:20) "۽ الله کي ئي قرض حسنه ڏيو." مولانا رومي، قرض جي معنىٰ الله جي رستي ۾ بدن کي گهٽائڻ واري ڪئي آهي. جسماني خوراڪ کي گهٽ ڪريو، جنت جو سير حاصل ٿيندو. جسم جڏهن جسماني فُضلن کان خالي ٿيندو، تڏهن اسرارن ۽ انوارن سان ڀرجي ويندو. جسماني ناپاڪي پري ٿيندي تڏهن پاڪيزگي حاصل ٿيندي. قرآن پاڪ ۾ اِنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا ۝ (الاحزاب:33) ، "بيشڪ، خدا چاهي ٿو ته اي اهل بيت توهان کان پليتي پري ٿئي. ۽ اهو توهان کي بلڪل پاڪ ڪري." جسماني لذتون ترڪ ڪرڻ کان شيطان ڊيڄاري ٿو ۽ طرح طرح جا وسوسا پيدا ڪري ٿو. شيطان مختلف شين جا فائدا سمجهائي انهن جي کائڻ جي ترغيب ڏي ٿو. شيطان چوي ٿو ته جسم روح جي سواري آهي، ان کي ڪمزور نه ڪرڻ گهرجي. جنهن شيءِ جي عادت آهي اها نه ڇڏ، ورنه بيماريون پيدا ٿينديون. شيطان پنهنجو پاڻ کي حڪيم جالينوس بنائي مختلف مشورا ڏئي ٿو. شيطان چوي ٿو ته جيڪڏهن فلاڻي شيءِ کائيندين ته غم جي درد کان نجات حاصل ٿي ويندي. حضرت آدم عليه السلام سان شيطان اهڙي طرح جون ڳالهيون ڪيون هيون ۽ ڪڻڪ جو داڻو کارايائينس. شيطان جون اهي سڀ ڳالهيون هن لاءِ هونديون آهن ته حقير شيءِ کي وڻندڙ ڪري ڏيکاري. شيطان انسان کي ڪن کان جهلي حرص ۽ نقصان واري ڪمائي ڏانهن وٺي ويندو آهي. شيطان شبهن ۽ وسوسن جي ذريعي صحيح رستي کان روڪي ڇڏيندو آهي. شيطان اهڙو ڪم ڪندو آهي جو ماڻهو شڪ ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي. جڏهن شڪ ۽ تردد هجي ته اهو ڪم ڪر جيڪو نبي صلي الله عليه وسلم ڪيو آهي ۽ ٻارن ۽ ڇرين وارو ڪم نه ڪر. حديث شريف ۾ آهي ته حُفَّتِ الجَنَّةُ بِالْمَكَارِهِ "جنت دل جي ناپسنديده شين سان ڍڪي وئي آهي." شيطان کي اهڙا منتر اچن ٿا جو ارڙ نانگ کي ٻ ڪاريءَ ۾ بند ڪري ڇڏيندو آهي. شيطان پنهنجي منتر جي ذريعي هلندڙ درياءَ کي روڪي ڇڏيندو آهي ۽ وڏن وڏن عالمن تي چٺرون ڪندو آهي. جبلن کي ڪک بڻائي ڇڏيندو آهي ۽ پنهنجي چالاڪيءَ جي نمائش ڪندو آهي. شيطان کان بچڻ لاءِ پنهنجي عقل کي عارف ڪامل جي عقل سان وابسته ڪر ۽ ان سان مشورو ڪر.

**حضور صلي الله عليه وسلم جن جو مهمان کي نوازڻ**

*اين سخن پايان ندارد آن عرب*
*ماند از الطافِ آن شه در عجب*

ترجمو: "هن ڳالھ جو خاتمو نه آهي. اهو عرب بادشاھ جي مهربانين سان تعجب ۾ پئجي ويو."

اهو ڇريو ٿيڻ تي هو. حضور صلي الله عليه وسلم ان جي عقل کي سهارو ڏنو. حضور صلي الله عليه وسلم جن کيس فرمايو: ڇريائي ختم ڪر ڇاڪاڻ ته قدرت کي توکان گهڻو ڪم وٺڻو آهي. حضور صلي الله عليه وسلم سندس مُنهن تي پاڻي ڇنڊڪاريو، تڏهن اهو هوش ۾ آيو ۽ چوڻ لڳو ته مونکي شهادت جو ڪلمو پڙهايو. حقيقي معنىٰ ۾ ڪلمي شهادت پڙهڻ تي انسان دنيا مان نجات حاصل ڪري آخرت جو ماڻهو بڻجي ويندو آهي. ازل ۾ خدا پڇيو هو: ڇا آئون توهان جو خدا نه آهيان. تڏهن اسان جواب ڏنو ته هائو. هاڻي اسين دنيا ۾ ان جواب جي ثبوت لاءِ موڪليا ويا آهيون تان ته قول ۽ فعل جي ٻن شاهدن جي

ذريعي پنهنجي هائو واري دعوا کي ثابت ڪيون ته اسان ازل ۾ ”بلیٰ“ چيو آهي، اسان جو قول ۽ فعل ان تي شاهد آهي. شاهدن کي قاضي جي عدالت ۾ خاموش نه رهڻ گهرجي. دنيوي زندگي قول ۽ فعل جي شاهدي لاءِ آهي. جيڪڏهن شاهد عدالت ۾ پهچي ڪري، خاموشي اختيار ڪري ته اهو ان جو جهڳڙالو هجڻ آهي. جيستائين شاهد شاهدي نه ڏيندو تيستائين قاضي جي عدالت ۾ قيد رهندو. شاهدي ڏيڻ ٿوري دير جو ڪم آهي. ان معاملي کي ڊگهو ڪرڻ بيڪار آهي.

**نماز، روزو، حج ۽ بيون ظاهري عبادتون باطني نور جون گواهه آهن**

این نماز و روزه و حج و جهاد
هم گواہی دادنست از اعتقاد

ترجمو: ”هي نماز ۽ روزو، حج ۽ جهاد به عقيدي تي شاهدي ڏيڻ آهي.“

ارڪان اسلام تي عمل عقيدي تي عملي شاهدي آهي. هديو ۽ زڪواة ۽ حسد نه ڪرڻ به پنهنجي باطن تي شاهدي ڏيڻ آهي. جيڪڏهن ميزبان مهمان جي خاطر تواضع ڪري ٿو ته اها هن ڳالهه جي شاهدي آهي ته اهو مهمان مان خوش آهي.

ڪنهن کي هديو ۽ تحفو ڏيڻ به اِن جي شاهدي آهي ته اُن شخص مان خوش آهي. جيڪڏهن ڪو شخص مال خرچ ڪري ٿو يا دعا ڏئي ٿو ته اهو ان ڳالهه تي شاهد آهي ته اُن شخص ۾ تقويٰ جو جوهر موجود آهي يا اهو سخي آهي. روزو هن ڳالهه جي شاهدي آهي ته روزيدار خدا جي حڪم مطابق حلال ڪاڌي کي به ترڪ ڪري ڇڏيو آهي ته پوءِ اهو حرام ڪيئن کائي سگهي ٿو.

زڪوات هن ڳالهه جي شاهد آهي ته جڏهن اهو پنهنجو مال خرچ ڪري رهيو آهي ته پوءِ ڪنهن ديندار جو مال ڪيئن چورائي سگهي ٿو. جيڪڏهن زڪوات ۽ روزي ۾ ريا وغيره کي دخل ڏيندؤ ته اهي ٻئي شاهد الله جي درٻار ۾ عدالت کان ڪري پوندا ۽ مجروح ٿي پوندا. شڪاري پکين کي داڻو ڏيندو آهي پر اها سخاوت نه آهي. ٻلي به روزيدار معلوم ٿيندي آهي پر اُن اها صورت فقط شڪار کي ڦاسائڻ جي لاءِ بنائي آهي. رياڪاريءَ سان روزو رکڻ وارو ۽ مال خرچ ڪرڻ وارو روزيدار ۽ سخيءَ کي بدنام ڪرڻ وارو آهي. عبادت شروع ۾ ريا پوءِ عادت بنجي ويندي آهي، ان ڪانپوءِ الله تعاليٰ ان کي عبادت بڻائيندو آهي. جيئن ته الله تعاليٰ جي رحمت سبقت ڪندڙ آهي انهيءَ ڪري الله تعاليٰ رياڪار غدّار کي به انجام ۾ نور بخشيندو آهي. الله تعاليٰ ان عبادت کي جنهن ۾ ريا هوندو آهي پاڪ صاف ڪندو آهي تان ته اُن جي غفّاريت جو مظاهرو ٿي سگهي.

**پاڻيءَ جي سيني پليدين کي پاڪ ڪرڻ الله تعاليٰ جي پاڪائيءَ جو ثبوت آهي**

الله تعاليٰ پاڻيءَ جي ذريعي پليديءَ کي پاڪ ڪري ٿو، وري اُن ناپاڪ پاڻيءَ کي نئين سر وسائي پاڪ ڪري ٿو تان ته اُن جي صفتِ قُدّوسيت ظاهر ٿي سگهي.

آب بہر ایں ببارید از سماک
تا پلیداں را کند از خبث پاک

ترجمو: ”ڪڪر مان پاڻي هن ڪري وسايائين تان ته پليدن کي نجاست ۽ ناپاڪيءَ کان پاڪ ڪري.“

جڏهن پاڻي ناپاڪ ٿيندو آهي ته انسان اُن کي استعمال ڪونه ڪندو آهي. الله تعاليٰ اُن پاڻيءَ کي واپس گهرائيندو آهي ۽ اُن کي پاڪ صاف ڪري وري دنيا ۾ موڪليندو آهي. برسات جي موسم ۾ اهو پاڻي پاڪ صاف

تي ڪري وسندو آهي. جڏهن اِن پاڻيءَ کان ڪو دريافت ڪري ٿو تڏهن اهو جواب ڏيندو آهي تہ آئون جنتين جي دريا ۾ هئس. آئون هن دنيا ۾ ناپاڪ تي ويو هوس، انهيءَ ڪري هليو ويس. الله تعاليٰ مون کي وري پاڪائي جي خلعت عطا فرمائي. تڏهن آئون ٻيهر دنيا ۾ آيو آهيان. اهو پاڻي چوندو آهي اي ناپاڪو! مون ڏانهن اچو، آئون توهان کي پاڪ ڪندس. ڇاڪاڻ تہ مون الله تعاليٰ جي صفت قُدُوسِيّت حاصل ڪئي آهي. آئون سيني براين کي ڌوئي ڇڏيان ٿو. جيڪڏهن انسان شيطان بہ آهي تہ ان کي ملائڪ وانگر پاڪ صاف بنائي ڇڏيان ٿو. جڏهن ناپاڪ ٿيان ٿو تہ ان جي دربار ۾ وڃان ٿو ۽ نئين سر پاڪائي حاصل ڪريان ٿو. الله تعاليٰ جو ڪم پاڪ ڪرڻ آهي ۽ منهنجو ڪم ٻين کي پاڪ ڪري آلوده ٿيڻ آهي. جيڪڏهن دنيا ۾ ناپاڪائي نہ هجي ها تہ پاڻيءَ جي صفت ظاهر نہ ٿئي ها. پاڻي هر ضرورتمند کي سيراب ڪري ٿو. پاڻي گاهن کي سيراب ڪري ٿو. هر ناپاڪ کي پاڪ بنائي ٿو. درياءَ ۾ ٻيڙيءَ کي پاڻي مٿي ڦيرائي ٿو. جڙي ٻوٽين ۾ شفا جي خاصيت پاڻيءَ مان پيدا ٿئي ٿي. پاڻي هر قسم جي بيماري جي دوا عطا ڪري ٿو ۽ نهرن ۾ شفاخانو بڻجي وهي ٿو. زمين جا بي سهارا ان مان سهارو وٺن ٿا ۽ سُڪل ان مان آلاڻ حاصل ڪن ٿا.

**گدلي ٿيڻ ڪانپوءِ ٻيهر صاف ٿيڻ لاءِ پاڻيءَ جو الله تعاليٰ اڳيان ٻاڏائڻ**

چون نماند مایہ اش تیرہ شوَد

ہمچو ما اندر زمین خیرہ شوَد

ترجمو: ”جڏهن ان جو سرمايو نٿو رهي، اهو خراب ٿي وڃي ٿو تہ اسان وانگر زمين ۾ حيران ٿي ويندو آهي.“

پاڻي فرياد ڪندو آهي تہ جيڪا تو مونکي پاڪائي عنايت ڪئي هئي، اها آئون ٻين کي ڏيان. ان فرياد تي الله تعاليٰ ڪڪر کي حڪم ڏيندو آهي تہ هن پاڻيءَ کي تون ٻي جاءِ تي ڪٺي وڃ ۽ سج کي حڪم ڏيندو آهي تہ تون پاڻي کي مٿي ڇِڪ. پوءِ سج پنهنجي گرميءَ سان ان کي ٻاڦ بنائي مٿي ڇِڪي ٿو. پاڻيءَ جي انهن احوالن جي ذريعي مقصد الله وارن جي حالتن کي سمجهائڻ هو. عارف ڪامل بہ توهان جي نجاستن کي پاڪ ڪن ٿا. جڏهن عوام جي ميلاپ سان ڪدورت پيدا ٿيندي آهي، تڏهن اهي الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪندا آهن. ۽ تَبَتَّلْ اِلَيْهِ تَبْتِيْلًا ۝ (المزمل:8) ”ان الله ڏانهن رجوع ڪر“، تي عمل ڪندا آهن. جڏهن عارف ڪامل تبتيل اختيار ڪندو آهي تہ پوءِ ان ۾ الله جي طرف کان پاڪ ڪرڻ جي طاقت اچي ويندي آهي. هاڻي هو طالبن کي طهارت ڪاملہ عطا ڪندو آهي ۽ يقين جي درجي تي پهچائيندو آهي.

حضور عليه السلام حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنہ کي فرمايو تہ اي بلال! اسان کي ٻانگ جا ڪلما ٻڌائي راحت پهچاءِ. نماز جي حالت ۾ روح قُربِ الاهي جو سفر اختيار ڪندو آهي ۽ جسم رڪوع ۽ سجدا ادا ڪندو آهي. نماز جي ختم ٿيڻ تي جيڪو سلام آهي اهو جڻ روح واپس اچي سلام ڪري ٿو. رجوع الي الله جي سلسلي ۾ حضور عليه السلام جن جو اهو مثال، سمجهائڻ جي لاءِ هڪ واسطو ۽ ذريعو آهي. عوام مثال ۽ واسطي کان سواءِ مقصد تائين نٿا پهچن، سمنڊ جو جيوڙو بغير ڪنهن واسطي جي پاڻ مان فائدو حاصل ڪندو آهي. ٻيا بہ ڪنهن واسطي جي ذريعي پاڻ مان فائدو حاصل ڪندا آهن. حمام (غُسل خانو) پاڻ سان گرم ڪيو ويندو آهي. عوام ان جي واسطي سان پاڻ جي گرميءَ مان فائدو وٺن ٿا. حضرت ابراهيم عليه السلام کي واسطي جي ضرورت ڪونہ هئي. عوام جي لاءِ رسول بمنزلہ حمام ۽ ان جي شريعت بمنزلہ پاڻيءَ جي آهي.

پيٽ جو ڀرڻ الله جي طرفان آهي پر ان جي لاءِ ماني واسطو آهي. لُطف الله جي طرفان آهي. باغ ان جو واسطو آهي. جڏهن واسطا ختم ٿي ويندا آهن تڏهن برابر فائدو ٿيڻ لڳندو آهي.

**ٻاهرين قول ۽ فعل جو دل ۾ اندروني نور تي شاهدي ڏيڻ**

اين هنرها آب راهم شاهد ست
کاندر ونش پُر ز نورِ ايزوست

ترجمو: ”هي هُنر پاڻيءَ جا به گواهه آهن، ته هن جو باطن خدائي نور سان ڀريل آهي.“

مطلب ته پاڻيءَ جو ٻين شين کي پاڪ ڪرڻ ۽ وري خود پاڪ ٿيڻ، ان جي پاڪائي جو دليل آهي. انسان جي افعالن ۽ اقوال مان ان جي باطن جو حال معلوم ٿيندو آهي. طبيب مريض جي اندر جي حالت نٿو ڏسي سگهي، تڏهن اهو قاروره(پيشاب) جي ذريعي حالت معلوم ڪندو آهي. بيمارين جو قول ۽ فعل اهو پيشاب آهي جيڪو جسماني طبيب جي لاءِ دليل آهي. ڪامل شيخ جيڪو روحاني طبيب آهي، اهو مريد جي باطن جو سير ڪندو آهي. انهيءَ ڪري ان کي مريد جي قول ۽ فعل مان استدلال جي ضرورت نه آهي. شيخ دلين جا جاسوس هوندا آهن. عوام کي شيخ جي انتخاب ۾ شيخ جي قول ۽ فعل سان ان جي باطن تي استدلال ڪرڻ گهرجي ۽ پتو لڳائڻ گهرجي ته سندس بحرِ حقيقت سان اتصال ۾ ڳانڍاپو آهي يانه؟ ان جو قول ۽ فعل ان جي ضمير جو حال ٻڌائيندو. اهو معلوم ڪرڻ ضروري آهي ته ان جو ظاهر خالي ماڻهن کي ڦاسائڻ جي لاءِ آهي يا ان ۾ ڪا حقيقت پوشيده آهي؟ جيڪڏهن اهو محض بناوٽي مرشد آهي ته طالب ان جي قول ۽ فعل ڏانهن ڌيان نه ڪري ۽ جيڪڏهن اهو شيخ سچو آهي ته ان سان وابسته ٿي وڃي. تان ته اهو حقيقت جي سمنڊن تائين پهچي وڃي.

**خدا جو نور عارف جو اندروني راز ظاهر ڪري ٿو**

اهو خدائي نور جيڪو پاڻ کي عارف جي باطن مان عارف جي ماڻهن تي ظاهر ڪري اهو ان نور کان اڳرو آهي جيڪو ان جي قول ۽ فعل سان ظاهر ٿئي. جيئن جڏهن سج نڪرندو آهي ته ان کي ڪُڪڙ جي ٻانگ ۽ موئذن جي اذان ۽ ٻين نشانين جي ضرورت ڪونه هوندي آهي.

جيڪڏهن سالڪ ۾ خدائي نور هوندو ته اهو يقيناً ظاهر ٿيندو آهي ۽ ان جي اظهار جي لاءِ سندس ڪنهن قول ۽ فعل جي ضرورت نه آهي.

ليک نورِ سالکی کز حد گذشت
نورِ او پُرشد بيابانها و دشت

ترجمو: ”پر سالڪ جو اهو نور جيڪو حد کان وڌيل آهي. ان جي نور سان جهرجهنگ ڀرجي ويندا آهن.“

عارف بالله ۾ اهو نور هوندو آهي جو ان سان جهان ڀرجي ويندو آهي، ان جي لاءِ شاهدن جي شاهديءَ جي ضرورت ڪونه هوندي آهي. ان جي جوهر جو نور اهڙو روشن هوندو آهي جو ان جي اظهار جي لاءِ ڪنهن تڪلف جي ضرورت نه آهي. اهڙي شيخ جي صداقت تي ان جي قول ۽ فعل سان شاهدي گهرڻ مناسب نه آهي. عرض فنا ٿي ويندو آهي جوهر باقي رهندو آهي. قول ۽ فعل عرض آهي ۽ نور باطن جو جوهر آهي. سون کي سڃاڻڻ جي لاءِ ڪسوٽي تي هنيو ويندو آهي. ته اها هڻڻ واري شيءِ (ڪيميڪل) فنا ٿي ويندو آهي ۽ سون باقي رهندو آهي. عبادتن جي ذريعي روح کي نيڪ نامي حاصل ٿيندي آهي. اهي عبادتون فاني آهن نيڪ نامي باقي رهندي آهي.

روح پنهنجي نيڪ نامي جي لاءِ خدائي حڪم مطابق افعال ۽ اقوال ظاهر ڪندو آهي ۽ ٻڌائيندو آهي ته منهنجو عقيدو درست آهي ۽ هي افعال ۽ اقوال ان جي لاءِ گواهه ۽ شاهد آهن. پر هر شاهد قابل قبول ڪونه هوندو آهي. انصاف پسند شاهد قابل اعتبار هوندو آهي، انهيءَ ڪري شاهد جو تزڪيه يعني ان جي عدالت ثابت ڪرڻ ضروري آهي.

افعال ۾ اقوال جو تزڪيہ هي آهي تہ ان ۾ اخلاص هجي، ريا وغيره نہ هجي. تنهنجي ايمان جو جيڪو گواهہ قولي آهي ان ۾ هن جي ضرورت آهي تہ تنهنجي زبان مان ڪو غير مناسب لفظ نہ نڪري. فعلي گواهہ ۾ هن جي ضرورت آهي تہ تون پنهنجي عملن ۾ عهدِ الست جي برابر نگهداشت رکندو ڪر. قولي گواهہ کان جيڪڏهن ڪو لفظ غلط نڪرندو تہ گواهہ رد ٿي ويندو. فعلي گواهہ جو جيڪڏهن ڪو عمل عهد الست جي خلاف هوندو تہ گواهہ رد ٿي ويندو. انهن ٻنهي گواهن ۾ موافقت ضروري آهي ورنہ رد ٿي ويندا. انسان جو قول ۽ فعل ان جي دل ۾ لڪل ڪيفيت کي ظاهر ڪري ٿو. جيڪڏهن شاهدن جي نيڪي ثابت ٿئي ٿي تہ شاهدي مقبول ٿيندي آهي ورنہ خود شاهد قاسي پوندو آهي. جج شاهد کي حڪم ڪندو تہ ٻيٺو رهہ. قرآن پاڪ ۾ حضور ﷺ کي حڪم آهي: فَاَعْرِضْ عَنْهُمْ وَانْتَظِرْ اِنَّهُمْ مُّنْتَظِرُوْنَ ۝ (السجده:30) "اي نبي توهان انهن کان منهن موڙيو ۽ انتظار ڪريو، اهي بہ انتظار ۾ آهن."

**حضور ﷺ جن طرفان مهمان کي ڪلمو پڙهڻ جي آڇ**

ایں سخن پایاں ندارد مصطفیٰ
عرضہ کرد ایمان وپذرفت آں فتے

ترجمو: "ان ڳالهہ جو خاتمو نہ آهي، مصطفيٰ ايمان پيش ڪيو ۽ ان نوجوان قبول ڪيو."

ڪافر مهمان ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ آئون جتي بہ رهان توهان جي دسترخوان جو خوشہ چين آهيان. توهان مون کي ابدي حياتي عنايت ڪئي آهي. جيڪو توهان جي دسترخوان تان پڄندو اهو هلاڪ ٿيندو ۽ شيطان ان جو پيالي پائي ٿيندو. جيڪو توهان جو پاڙو ڇڏيندو شيطان ان جو پاڙيسري ٿيندو. جيڪڏهن ان جي زال کي ٻار ٿيندو تہ ان تي شيطاني اثر ٿيندو. قرآن پاڪ ۾ شيطان کي خطاب ڪيو ويو آهي: وَشَارِكْهُمْ فِي الْاَمْوَالِ وَ الْاَوْلَادِ (بني اسرائيل:64) "۽ تون انهن جو مالن ۽ اولادن ۾ شريڪ بڻجي وڃ." ان نئين مسلمان مهمان چيو اي الله جا رسول ﷺ! توهان ڪڪر ڪانسواءِ سچ وانگر رسالت کي پوري طرح ڏيکاريو. ماءُ جي محبت مشهور آهي پر توهان جو ڪجهہ ڪيو آهي اهو ٻہ سو مائون بہ نہ ڪيو. حضرت عيسيٰ ۽ ان جي دعا عاذر سان اهو ڪونہ ڪيو جيڪا توهان اسان سان ڀلائي ڪئي. عاذر اهو شخص هيو. جنهن کي حضرت عيسيٰ مرڻ کان چاليهہ سال پوءِ زنده ڪيو هو. پر وري اهو طبعي موت مري ويو. تہ ان جي حياتي عارضي هئي توهان مون کي ابدي زندگي عطا ڪئي آهي. هاڻي اهو ئي گهٽو ڪائڻ وارو مسلمان ٿيڻ ڪانپوءِ هڪ ٻڪري جي اڌ کير مان ڍو ڪري ويو. حضور ﷺ ان کي وڌيڪ کائڻ تي اصرار ڪيو ان چيو تہ منهنجو پيٽ ڀرجي ويو آهي اهو تڪلف ۽ شرم نہ آهي پر اڄ ٿوري غذا سان منهنجو پيٽ ڀرجي ويو آهي. سيئي گهر وارا عجب ۾ پئجي ويا تہ هاڻي جو پيٽ ابابيل جي خوراڪ سان ڀرجي ويو. جيئن تہ هاڻي مومن ٿي چڪو هو ايماني غذا ان کي ٿلهو متارو ڪري ڇڏيو. جلندر جي بيماري ۾ ڪڏهن پيٽ ڪونہ ڀربو آهي. ڪفر جلندر جي بيماري وانگر آهي. هن کان اڳ جيڪو شخص جُوع البقر (جلندر) جي بيماري وانگر تڙپندو هو اُن (حضرت) مريم وانگر جنت جا ميوا ڏسي ورتا. حضرت بي بي مريم حاملہ هجڻ جي صورت ۾ جنتي ميوا کائيندي رهي ۽ دنياوي غذا کان بي نياز رهي. ايمان جي حقيقت عجيب نعمت ۽ غذا آهي جيڪڏهن اها ڪنهن کي حاصل ٿي وڃي تہ پوءِ ان کي جسماني غذا جي زياده ضرورت ڪونہ رهندي آهي. جيڪي ماڻهو فقط زباني مومن آهن ان حقيقت کي نٿا سمجهن سگهن.

**نور جيڪو روح جي غذا آهي، اهو عارفن جي جسم جي بہ غذا هوندو آهي حضور ﷺ فرمايو آهي تہ منهنجو شيطان منهنجي هٿ تي مسلمان ٿيو آهي. ايمان جو نور روح جي غذا آهي. جڏهن روح ۽ جسم جو اتحاد ٿي ويندو آهي تڏهن اهو نور جسم جي بہ غذا بڻجي ويندو آهي. حديث شريف جو مقصد هي آهي تہ نفس اماره**

حضور جن جي تابع بنجي ويو. مولانا رومي هتي شيطان مان مراد انساني جسم ورتو آهي يعني اهو بہ روح جو ساٿي بنجي ويو آهي.

گرچہ آں مطعومِ جان ست و نظر
جسم راہم زاں نصیب ست ای پسر

ترجمو: ”جيتوڻيڪ اهو جان ۽ نظر جي خوراڪ آهي. پٽڙا! اُن ۾ جسم جو بہ حصو آهي.“

جيڪڏهن جسم روح جو هم پيالہ ۽ هم نوالہ نہ بنجي تہ حضور ﷺ جن ايئن نہ فرمائين ها تہ ”شيطان مسلمان ٿي ويو.“ شيطان جيڪڏهن نور مان غذا حاصل نہ ڪري تہ اهو مسلمان نٿو بنجي سگهي انساني جسم دنيا جو عاشق آهي. جيستائين آخرت جو عشق پيدا نہ ٿيندو هن عشق جي چيلھ ڇپي ڪونہ ٿيندي. جڏهن الله تعاليٰ ڏانهن دل ۾ يقين جي ڪيفيت پيدا ٿيندي آهي تڏهن عشق نمودار ۽ ظاهر ٿيندو آهي. غذا جي تبديلي سان مزاج بدلبو آهي ۽ ان سان مرض زائل ٿيندو آهي. انسان کي جسماني غذا ڇڏي روحاني غذا جو عادي بنجڻ گهرجي. مزاج جي بدلجڻ سان ئي بيماريون پيدا ٿينديون آهن. جڏهن مزاج جي تبديلي ڪري ان کي اصل حالت ۾ آندو ويندو آهي، تڏهن مرض ختم ٿي ويندو آهي. صبر جون تڪليفون برداشت ڪرڻ سان راحت حاصل ٿيندي آهي. اي پيٽ وارا! بُکئي رهڻ ۾ گهٽي غذا آهي، ان کي تلاش ڪر ۽ اميد رک. اک وانگر بنجي وڃ. نور جي غذا حاصل ڪر. ملائڪن جي موافقت ڪر. جيئن ملائڪن جي غذا نور آهي تيئن ڪوشش ڪر. ملائڪن کي تسبيح جي ذريعي نور جي غذا حاصل ٿيندي آهي. جبرئيلِ جي طاقت نوراني آهي، ان جي پرواز مُردار ڳجهہ کان گهٽي اتاهين آهي. هاٿي جو جسم تمام ڳرو آهي پر مڇر اُن کي هلاڪ ڪري سگهي ٿو. پوءِ جسم جي طاقت تي مدار نہ آهي. نوراني ٽالهہ دنيا ۾ موجود آهي پر اهو ڪميڻن جي نگاھ کان لِڪل آهي. اهي فقط ظاهري غذا تي ڀروسو رکن ٿا.

**تن پرورن جو روحاني غذا کان انڪار ۽ ٿوري جسماني غذا کان لنوائڻ**

دنيادار روح جي غذا جا منڪر آهن ۽ جسماني غذا ڏانهن مائل آهن.

گرجهاں باغے پُراز نعمت شود
قسم موش و مارہم خاکی بُود

ترجمو: ”توڙي جو دنيا نعمت سان ڀريل باغ بنجي وڃي. ڪوئي ۽ نانگ جو حصو پوءِ بہ مِٽي آهي.“

اهو ئي حال دنياداري جو آهي، ڪاٺيءَ جو ڪيڙو ڪاٺي کي ئي بهترين حلوو سمجهندو آهي. زمين جو ڪيڙو زمين کي ئي پنهنجو حلوو سمجهندو آهي. ڇيڻي جي ڪيڙي کي ڇيڻي ۾ ئي بهتر غذا معلوم ٿيندي آهي. ڪانگ پليدي کي بهترين غذا سمجهندو آهي.

**دعا**

ای خدائے بے نظیر ایثار کُن
گوش راچوں حلقہ دادی زیں سخن

ترجمو: ”اي بي مثال خدا! عنايت ڪر، جڏهن تہ تو هن ڪم جو ڪَنَ ۾ ڪڙو پارايو آهي.“

جڏهن تو اسان کي توفيق عطا فرمائي آهي، جو اسين حڪمتون ۽ اسرار هڏي رهيا آهيون تہ پوءِ اسان کي حال وارن جي مجلس ۾ پهچاءِ، جڏهن تو اسان کي اهلِ دل جون ڳالهيون هڏايون آهن تہ پوءِ انهن کي اسان کان مخفي نہ رک. تنهنجي عطا عام آهي تہ اسان کي بہ محروم نہ ڪر، تنهنجي اها ذات آهي جو تون اڻ گهريل دعائون بہ قبول فرمائين

ٿو ۽ دل کي سوين اسرارن کان مانوس ڪرين ٿو. معشوقن جا عضوا چند حرفن جي مُشابهه آهي.

نون (ن) پروڻ جي ۽ صاد (ص) اک جي حلقي ۽ گول وانگر آهي. جيم (ج) ڪن وانگر! اها الله تعاليٰ جي ڪاريگري آهي جو ان چند حرف تحرير فرمايا آهن، جن جي اثر سان سنگدل عاشقن جون دليون ميڻ ٿي ويون آهن. انهن حرفن جي ذريعي عقل مصنوع کان صانع تي استدلال ڪرڻ جي قابل ٿي ويو. انسان حِسّي اکرن مان مقصد ۽ مطلب اخذ ڪندو آهي. اهڙي طرح خيالي حرف به آهن، جن مان انسان مطلب اخذ ڪندو آهي. ان جي خيال جي تختيءَ تي اکين ۽ پروڻ جا نقش قائم آهن. مولانا رومي فرمائي ٿو ته صورت خيالي سان عاشق جو ڪامل اتحاد هوندو آهي ۽ اهو ناقابل فنا آهي. انهيءَ ڪري آئون صورت حِسيءَ کي خيالي صورت تي ترجيح ڏيان ٿو.

**عقل جي (حضرت) جبرئيل سان مشابهت**

جهڙي طرح حضرت جبرئيل لوح محفوظ تان پڙهندو آهي. اهڙي طرح عقل به غيب مان پڙهندو آهي، ۽ روزانو درس حاصل ڪندو آهي.

*چوں ملک از لوحِ محفوظ آں خرد*

*ہر صباحی درس ہر روزہ بَرد*

ترجمو: ”عقل ملائڪن وانگر لوحِ محفوظ مان هر صبح جو هر ڏينهن جو سبق حاصل ڪندو آهي.“

غيب جي پردي ۾ جيڪي به تحريرون آهن عاشق انهن مان مطلب اخذ ڪندا آهن ۽ انهن جي سياهي (مَس) ۾ حيران رهندا آهن. مختلف خيالن جي ڪري جيڪي ڪوششون آهن انهن جو ذڪر آهي. ڪو شخص موتيءَ جي خيالي صورت جي درياءَ مان انهي کي ڳولينڌڙ آهي، ڪي ماڻهو رهبانيت اختيار ڪري دنياوي لذتن کي ڇڏي ڪنڊ وٺي ويهي رهندا آهن. مطلب ته هر شخص ٻئي جي خيالن تي تعجب جو اظهار ڪري ٿو. جيئن هر هڪ انسان جو خيال جدا آهي، انهيءَ ڪري هر شخص جو عمل به مختلف آهي. انسانن عقل مان صحيح ڪم ڪونه ورتو، انهيءَ ڪري حقيقي مقصد مخفي ٿي ويو ۽ هر هڪ پنهنجي خواهش مطابق قبلي جو هڪ رخ تجويز ڪري اُن ڏانهن منهن ڪيو آهي.

**جدا جدا روين جا مثال**

حقيقي مقصد مخفي هجڻ جي صورت ۾ ماڻهن جو اختلاف ائين آهي جيئن قبلي جو حقيقي رخ معلوم نه ٿي سگهڻ جي صورت ۾ هر شخص مختلف رخ ۾ نماز پڙهي ٿو يا مختلف ٽوٻا موتي ڳولڻ لاءِ مختلف طرفن ۾ ٽٻيون هڻن ٿا.

*ہچو قومے کہ تحرّی میکنند*

*برخیالِ قبلہ ہر سوی تنند*

ترجمو: ”جهڙي طرح ماڻهو اندازو لڳائين ٿا. قبلي جي خيال سان هر طرف رخ ڪن ٿا.“

جڏهن صبح جو قبلو ظاهر ٿيندو آهي، تڏهن هر شخص کي غلطيءَ جو احساس ٿيندو آهي يا جهڙي طرح ٽوٻا گهري پاڻيءَ ۾ موتين جي آسري تي ڪوڏين سان پنهنجو ٿيلهو ڀريندا آهن. جڏهن ٻاهر ايندا آهن تڏهن حقيقت واضح ٿي ويندي آهي. اهڙي طرح لوح محفوظ جو لکيل جڏهن واضح ٿيندو، تڏهن غلط انديشي وارن کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيندو. جيڪي ماڻهو عقل سليم کان ڪم نه وٺندا ۽ شيطان جا فريب خورده هوندا، اهي رستو گُم ڪندڙ آهن. جيڪي ماڻهو اکيون بند ڪري شهوت ۾ مبتلا ٿي ويا آهن، اهي ڏانهن نه ڪندا. قيامت جي ڏينهن باطل معبود انهن کان بيزاري ظاهر ڪندا.

آيت: يَاحَسرَةً عَلَى العِبَاد... جو تفسير

اُوہمی گوید کہ از اشکالِ تو
غَرّہ گشتم دیردیدم حالِ تو

ترجمو: ”اهو چوندو ته تنهنجي صورت کان دوکو کائي ويس، مون تنهنجي حالت دير سان ڏٺي.“

معبود باطل خود عذاب ۾ هوندا، اهي ٻين کي ڇا بچائي سگهندا! باطل معبود پنهنجو مُنهن لڪائيندا وتندا. متوقع نفعو نقصان ثابت ٿيندو ۽ اهي ماڻهو پنهنجي انڌي هجڻ جي شڪايت ڪندا. مومنن جا روح مسلمان هوندا ۽ اهي ماڻهو جيڪي حق پرست آهن ۽ انهن پنهنجي رخ کي الله جي ذات ڏانهن ڪيو آهي، اهي باعزت هوندا. هر انسان جو هڪ رخ هوندو آهي. ڪبوتر پنهنجي رخ تي پرواز ڪندو-آهي ۽ باز پنهنجي رخ تي اڏامندو آهي. پر نيڪ دل انسانن جو مڪان لامڪان آهي. مشهور مقولو آهي ته گهر کي ڪونڻ سان گهٽو ٻارڻ فراهم ٿيندو آهي ۽ چادر کي ڦاڙڻ سان روزي گهٽي ٿيندي آهي. ان جو استر وغيره وڪٽي ڪري گذارو ڪري سگهجي ٿو، يعني ظاهري اسباب کي ختم ڪرڻ سان الله تي توڪل ٿيندي آهي.

**اِهو بيان ته شروع ۾ فرجي کي فرجي چو چيو ويو**

جبي کي شروع ۾ فرجي هن ڪري چيو ويو ته هڪ فقير پنهنجو جبو ڦاڙي وڪرو ڪيو ۽ ان مان ڪيس فراخدستي حاصل ٿي وئي. يعني ان ظاهري وجود کي فنا ڪيو ته هن کي جاوداني بقا حاصل ٿي وئي. هُن ڪري ان ڦاٽل جبي جو نالو فرجي يعني ڪشادگي ڏيڻ وارو رکيو.

صوفئے بدرید جُبّہ در حَرَج
پیشش آمد بعد بدریدن فَرَج

ترجمو: ”هڪ صوفيءَ تنگي ۾ جبو ڦاڙيو. جُبيءَ ڦاڙڻ کانپوءِ کيس فراخي ميسر ٿي وئي.“

ان جبي جو نالو ڪشادگي پئجي ويو. ڇاڪاڻ ته ان جي ڦاٽڻ سان ان فقير کي ڪشادگي حاصل ٿي وئي هئي. دنيا جو قاعدو آهي ته ابتدا ۾ ڪو نالو ڪنهن حقيقت جي بنياد تي رکيو ويندو آهي، پر پوءِ ان نالي مان حقيقت گم ٿي ويندي آهي ۽ سڪتا لفظ رهجي ويندا آهن. دنيا پرستن مجاز کي اختيار ڪيو، حقيقت تائين نه پهتا. حقيقت پرست صوفي حقيقت تائين پهچي ويا. مجاز پرست سمجهي ٿو ته مجاز ۾ حقيقت لڪل آهي. مجاز جو مثال تنگي ۽ ڪچيءَ ڪجور جهڙو آهي ۽ حقيقت جو مثال آساني ۽ پڪل ڪجور جهڙو آهي. هر تنگيءَ ڪانپوءِ سهولت ميسر ٿيندي آهي. فنا ڪانپوءِ بقا حاصل ٿيندي آهي. جيڪڏهن تون چاهين ٿو ته حقيقت تائين پهچين ته ظاهر پرستي ۽ تن پروري ڇڏي ڏي، تمام جلد حقيقت تائين پهچي ويندين. تصوف خالي جُبي پائڻ ۽ ڇتين لڳل گودڙي ۽ ان تي ڇٽ ڪڍڻ جو نالو ناهي. نيڪي تائين پهچڻ لاءِ نيڪن جو رستو اختيار ڪرڻ مفيد آهي پر خالي لباس اختيار ڪرڻ ۽ ٻرن سان گڏجي ڪم ڪرڻ بُرو آهي. منزل جي نشان سان منزل تائين پهچڻ گهرجي. خالي نشان حاصل ڪرڻ ڪافي نه آهي. ڪنهن شيءِ جي خوشبوءِ سان ان شيءِ تائين پهچي سگهجي ٿو. حضرت يعقوب ع، حضرت يوسف عليه السلام جي خوشبو جي عشق سان نظر وارو ٿيو ۽ ان جون اکيون روشن ٿيون. اهو ٻن شاخن وارو نيزو جيڪو چوبدار بادشاهن جي اڳيان ڪٽي ماڻهن کي هٽائيندا آهن يعني مجاز ۾ ڦاسڻ ۽ مجاز جو خيال خدا جي غيرت جو ٻن شاخن وارو نيزو آهي، جيڪو انسان کي ان جي دربار کان هٽائي ڇڏي ٿو. اهو خيال حقيقت تائين پهچڻ نٿو ڏي پر جن سان خداوندي توفيق آهي، اهي مجاز کان حقيقت تائين پهچن ٿا. توفيق جن جو ساٿ ڏي ٿي، اهي انهن خيالن کان شاهي تير جي نشاني ڏيکاري اڳتي وڌي وڃن ٿا. بادشاهي تير تي اِها نشاني هوندي هئي، جنهن کي ڏيکاري ڪارڪن هر جڳهه وڃي سگهندو هو.

دعا

اے قدیم ازدانِ ذوالمنن
در رہ تو عاجزیم و ممتحن

ترجمو: ”اي احسان وارا، رازن کي ڄاڻڻ وارا قديم! تنهنجي رستي ۾ اسين عاجز آهيون ۽ تڪليف ۾ آهيون.“

هن حيران دل کي تدبير عنايت ڪر. سخين جي پيالي مان زمين کي بہ حصو ملندو آهي. مظاهر قدرت ۾ ازلي حسن جي تجلّي ظاهر ٿي وئي آهي جنهن جي ڪري ماڻهو ان جا شيدائي آهن. مظاهر پرستي ان جي ازلي حسن جي ڪري ٿي رهي آهي. اها تجلي جيڪا ماديات ۾ ظهور پذير آهي، جڏهن ان کي ديوانو ڪري ڇڏيو آهي تہ جيڪا تجلي ان کان منزّہ ۽ پاڪ آهي ان جو ڪهڙو حال هوندو.

جيتري قدر مظاهر آهن، اهي حقيقي تجلّي مان سيراب آهن. چاهي اهو سج هجي يا چنڊ يا عرش ۽ ڪرسي،. اهو ڏُک جيڪو حقيقي تجليءَ مان حاصل ٿئي ٿو، ان سان فاني بہ بقا حاصل ڪري ٿو. اهو ڏک حاصل ڪرڻ لاءِ گهڻن مجاهدن جي ضرورت آهي تان تہ باطني طهارت حاصل ٿي سگهي. دنيا جي هر مرغوب شيءِ ان حُسنِ ازلي مان چُڪو چڪيو آهي. حسين معشوق ان جا پياڪ آهن. جڏهن هن آلودي ڏک کي ڏسي تنهنجو اهو حال ٿيو آهي جيڪڏهن صاف ڏک کي ڏسندين تہ ڇا حال ٿيندءِ. جيئن تہ حسين معشوق کان موت جي وقت اِهو ڏُک واپس ورتو ويندو آهي، پوءِ تون ان کي ڏسڻ بہ پسند ڪونہ ڪندو آهين ۽ تمام جلد ان کي دفن ڪندو آهين ۽ اُن سان پنهنجي رفاقت تي تعجب ڪندو آهين. صاف تجلّي مان وصل جي لذت جو بيان ناممڪن آهي. حق جي ديدار جو لُطف ۽ شُرح ناقابلِ بيان آهي. حقيقي بادشاهہ جي دربار مان جيڪي لذتون حاصل ڪري رهيا آهن اهي عجيب ۽ غريب آهن. اهي مظاهر جنهن ڪري مان ميڙي چونڊي گڏ ڪري رهيا آهن اهو ڪرو سوين مبارڪن جي لائق آهي. معنوي لذتن جو درياهہ ايتري قدر وسيع آهي جو ست ئي سمنڊ ان جي اڳيان ماڪ جو ڦُڙو آهن. مظاهر قدرت واري ڏُک سان اسين جوش ۾ آهيون. اسان عاجزن کي ٻيو ڏُک بہ عطا ڪر. جيڪڏهن ٻئي ڏُک جي لاءِ اسان جي فرياد جائز هجي تہ اسين فرياد ڪريون ورنہ خاموشي اختيار ڪريون.

صوفين جي اصطلاح ۾ بدڪ مان مراد انسان جي صفتِ حرص آهي. مولانا ان جو بيان ڪري رهيو هو، وچ ۾ ٻيون ڳالهيون اچي ويون. هاڻي ان جو بيان ختم ڪري ٻين مذموم صفتن جو بيان شروع ڪري ٿو.

**مور جي صفت ۽ ان جو مزاج ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام خليل الله جو اُن کي مارڻ جو سبب**

آمدیم اکنوں بطاؤسِ دورنگ
کو کُند جلوہ برائے نام و ننگ

ترجمو: ”هاڻي اسين منافق مور جي ذڪر تي آياسون، جيڪو فخر سان نمائش ڪري رهيو آهي.“

صوفين جي اصطلاح ۾ مور مان مراد مان مرتبي جي محبت آهي ۽ انسان مرتبي جي محبت ۾ منافقت ڪان ڪم وٺندو آهي. مرتبي جي محبت ۾ انسان، ماڻهن کي ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ ان جي لاءِ جائز ۽ ناجائز ذريعا اختيار ڪندو آهي. مان مرتبي جي محبت ۾ مبتلا شخص جي دوستي ناپائيدار هوندي آهي. اهو مقصد حاصل ڪرڻ جي لاءِ دوست بنائيندو آهي ۽ پنهنجو فائدو پورو ڪري دوستن کي وساريندو آهي. مرتبي جي محبت ۾ مبتلا شخص کي سوچڻ گهرجي، تہ اهڙين حرڪتن مان ان کي ڇا حاصل ٿيو. اهو شخص انهن بيڪار ڳالهين ۾ عمر برباد ڪندو آهي. ڪڏهن ڪنهن کي ڦاسائيندو آهي، وري ان کي ڇڏي ٻين کي ڦاسائيندو آهي. ان جون اهي ٻاراڻيون حرڪتون جاري رهنديون آهن. عمر نيٺ ڪُٽي آهي ۽ رات جو موت اچي ڪڙڪندو آهي. هو ٻين جو شڪار ڪندو

رهندو هو پر خود محرومي جو شڪار بنجي ويندو آهي. اهو شڪاري وڏو احمق آهي جيڪو شڪار جي بجاءِ خود شڪار بنجي وڃي. عوام کي ڦاسائڻ سُوَر جو شڪار ڪرڻ آهي، جو ڏاڍي تڪليف سان جار ۾ ڦاسندو آهي ۽ ان جو کائڻ حرام آهي، جيڪڏهن شڪار ڪرڻو اٿئي ته عشق جو شڪار ڪر پر اهو اُهو شڪار آهي، جيڪو هر ڪنهن جي جار ۾ نٿو ڦاسي. عشق جو شڪار تڏهن ڪري سگهندين جڏهن خود تون ان جو شڪار بنجي وڃين. عشق جي صدا هيءَ آهي ته شڪاري بنجڻ کان شڪار بنجڻ بهتر آهي. عشق جي معاملي ۾ پنهنجو پاڻ کي بي عقل بناءِ ۽ سج بنجڻ بجاءِ ذرو بنجي وڃ. عشق جو چوڻ آهي ته برباد بنجي منهنجي دروازي تي اچ. شمع جي دعويٰ کي ڇڏي پروانو بنجي وڃ. جڏهن اها ڪيفيت ٿيندي، تڏهن حقيقي لذت حاصل ٿيندي ۽ پوءِ انسان غلاميءَ ۾ بادشاهي ڪندو. دنيا جا ڪم اُبتا آهن، جيڪي دنيا جا قيدي آهن ماڻهو انهن کي شاهه چون ٿا ۽ جيڪي بادشاهه آهن انهن کي فقير ۽ گدا چون ٿا.

## قهر کي مهر ۽ مهر کي قهر ۾ پوشيده ڪرڻ واري حڪمت جو راز

الله تعاليٰ جي قهر ۽ مِهر کي هر شخص ڄاڻي ٿو ۽ هر شخص مِهر جو طالب ۽ قهر کان ڀڄندڙ آهي پر الله تعاليٰ پنهنجي مهر کي قهر سان ۽ قهر کي مِهر سان ڍڪي ڇڏيو آهي تان ته انسانن کي آزمائي.

گفت درويشي بدرويشي که تو

چوں بديدی حضرتِ حق را بگو

ترجمو: ”هڪ درويش ٻئي درويش کي چيو ته تو الله تعاليٰ کي ڪيئن ڏٺو آهي، ٻڌاءِ!؟“

اُن درويش جواب ڏنو ته الله تعاليٰ جو نمونو ناقابل بيان آهي پر سمجهائڻ جي لاءِ ڪجهه بيان ڪجي ٿو. نفساني لذتون انسانن ۾ ڪيڙن ماڪوڙن ۽ نانگن جي صورت ۾ نمايان ۽ ظاهر ٿينديون. مجاهدا، عبادتون ۽ تڪليفون حورن ۽ غلمانن جي صورت ۾ ظاهر ٿينديون. اها الله تعاليٰ آزمائش جي لاءِ هڪ تدبير فرمائي آهي. انسان جيڪڏهن دنيا ۾ نفساني لذتن ۾ لڳندو جيڪي بظاهر حوضِ ڪوثر آهن پر ايئن سمجهو ته هو باهه کي حاصل ڪري رهيو آهي ۽ جيڪڏهن عبادتن جي مشقت ۽ تڪليف ۾ پوندو جيڪي بظاهر باهه آهن پر پڪ ڄاڻو ته هو حوضِ ڪوثر کي حاصل ڪندو. جيئن نمرود جي باهه حضرت خليل الله عليه السلام جي لاءِ بظاهر باهه ۽ حقيقت ۾ گلزار هُئي. اهڙو مثال دنيا جي لذتن جو آهي. پرواني جو معاملو ان جي برعڪس آهي. پروانو نار (باهه) کي نور سمجهي اُن ۾ ڪِري ٿو. مومن نار کي نار سمجهي اُن ۾ داخل ٿئي ٿو پر نور حاصل ڪري ٿو. ڪنهن شيءِ جو حقيقت جي خلاف نظر اچڻ ناممڪن نه آهي. جادوگر ڇانورن کي ڪيڙي جي شڪل ۾ ڏيکاري ٿو، خالي گهر کي وڃن سان پريل ڏيکاري ٿو. جادوگر به جادو جي آفرينين ۾ جهرڪيءَ وانگر ڦاسي پيو آهي ۽ حقيقت کان پري رهجي ويو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته: وَاِنْ كَانَ مَكْرُهُمْ لِتَزُوْلَ مِنْهُ الْجِبَالُ ﴿٤٦﴾ (ابراهيم:46) ”خدا انهن جي مڪر کي برباد ڪيو، جيتوڻيڪ انهن جو مڪر اهڙو هو جو اُن سان جبل لُڏي وڃن!“ فرعون نيل دريا کي مشڪل سمجهي پاڻيءَ ۾ ٻڏو، حضرت خليل الله عليه السلام باهه کي باهه سمجهي گلزار ۾ پُهتو. مولانا روميؒ فرمائي ٿو ته عبادتون عقل شرعي جي تڪميل جي لاءِ فرض ٿيون آهن. شرعي لحاظ کان عقل دل ۾ آهي. بزرگ رومي مُرشد جي لاءِ فرمائي ٿو ته مرشد اهڙن مُريدن کي چونڊي جن جون دليون ٿوري صيقل (روات) سان چمڪي پون.

## عقلن ۾ فرق ۽ انهن جا مرتبا

ايں تفاوت عقلها را نيک داں

در مراتب از زمين تا آسماں

ترجمو: ”مرتبن ۾، زمين کان آسمان تائين عقلن جي ان فرق کي چڱي طرح سمجهي ڇڏ.“

هڪ عقل جو نور سج جهڙو آهي ۽ ٻئي عقل جو نور زهره وغيره کان به گهٽ آهي. عقل ڪُل يعني ولي الله جي عقل جي اڳيان جڏهن ماسويٰ الله جو ڪکر هٽي وڃي ٿو تڏهن اهو ٻين عقلن کي خدا کي ڏسڻ وارو نور عطا ڪندو آهي. مخلوق جا عقل ان جي عقل مان فيضياب ٿيندا آهن. عقل ڪل حقيقت مَلڪي روحي آهي جنهن جو مظهر انسان آهي. ڪامل انسان جيڪو عقل ڪل ۽ نفس ڪل جو مظهر آهي ان سان حق جي جُستجو ڪر. عام انسان جو عقل به جيتوڻيڪ عقل ڪل جو فيض آهي پر دنيوي مشغلن اُن کي بي مقصد بنائي ڇڏيو آهي. عقل ڪامل پنهنجو پاڻ کي عشقِ حق جي چار جو شڪار بنائي صَيَّاد جو حُسن سِکي ورتو يعني اهو اخلاق خداوندي سان مُتصَّف ٿي ويو ۽ عقل ناقص ٻين کي چار ۾ ڦاسائڻ چاهيو پر خود چار ۾ ڦاسي پيو. عقل ڪامل خادم بنجي مخدوم ٿيو. عقل ناقص مخدوم بنجڻ چاهيو ته عزت جي رستي تان ڀٽڪي ويو. فرعون مخدوميت پسند ڪئي ته درياءَ ۾ غرق ٿي ويو. سِبطي خادم ۽ قيدي بنيو ته آقائن ۾ شمار ٿيو. خادميت مان مخدوميت حاصل ٿيڻ انساني تدبير سان مُمڪن نه آهي پر فضل خداونديءَ تي موقوف آهي. انساني مڪاري ۽ تدبير فضلِ خداوندي جي منافي آهي، انسان خدمت گذاري جي تدبير اختيار ڪري ته انبيائن جي اخلاق سان مُتَّصف ٿي ويندو ۽ امتي هوندي ان ۾ انبيائن جا اوصاف پيدا ٿي ويندا. انسان کي پنهنجيون تدبيرون ترڪ ڪرڻ جي تدبير ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجو پاڻ کي اوصافِ ذميمه کان پاڪ ڪرڻ گهرجي. ڪمترين، پانهون بنجڻ جي تدبير ڪندو ته آقائي مُيَسر ٿيندي. خدمت چالاڪي ۽ مخدوم بنجڻ جي نيت سان نه ڪئي وڃي. پنهنجي تدبيرن سان زور آزمائي نه ڪر. عاجزي اختيار ڪر، الله تعاليٰ عاجزن تي رحم فرمائيندو آهي. عاجزي حقيقي هجي. بناوٽي عاجزيءَ سان مقصد پورو نه ٿيندو. حضرت يوسف عليه السلام جي ڀائرن جو روئڻ مصنوعي هو، اهڙو گِريو ۽ روئڻ بيڪار آهي.

**بدوي ۽ ان جي بکايل ڪُتي جو قصو**

*آں سگے می مُرد و گریاں آں عرب*
*اشک می بارید و می گفت اے کرب*

ترجمو: ”ڪتو مري رهيو هو ۽ عرب روئي رهيو هو ۽ ڳوڙها ڳاڙي چئي رهيو ته هاءِ مصيبت...!“

آئون ڇا ڪريان! منهنجي لاءِ ڪهڙو طريقو آهي! توکان پوءِ آئون تنهنجي لاءِ ڪيئن زنده رهندس. هڪڙو واٽهڙو اتان اچي لنگهيو ۽ روئڻ جو سبب پُڇيائين ته تون ڇو روئي رهيو آهين؟ ان بدويءَ چيو ته منهنجو هڪ سُٺين عادتن وارو ڪتو هو. اهو هينئر رستي تي مري رهيو آهي. اهو ڪتو تيز نظر وارو، چور کي پڇاڻڻ وارو ۽ شڪار کي پڪڙڻ وارو هو. شڪار جي پويان تير وانگر ڊوڙندو هو. ڏينهن ۾ منهنجي لاءِ شڪار ڪري آڻيندو هو، رات جو منهنجي حفاظت ڪندو هو. نيڪ طبيعت باوفا ۽ مهربان هو. صبر ڪندڙ، تيز مزاج ۽ دشمن کي پڇاڻڻ وارو هو. اُن واٽهڙوءَ پڇيو ته ڪُتي کي ڪا بيماري ٿي آهي؟ يا ڪو زخم رسيو آهي؟ ان بدويءَ چيو ته ڪُتي کي ”جوع الڪلب“ (ڪتي جي بُک) جي بيماري آهي. ان شخص بدويءَ کي چيو ته ڪتي جي مرڻ تي صبر ڪر، الله تعاليٰ صابرن کي سُٺو بدلو ڏيندو آهي. ان ڪانپوءِ ان همراهه چيو ته اي آزاد سردار! تنهنجي چيلهه تي ڪهڙو ٿيلهو ٻڌل آهي؟ بدويءَ چيو ته هن ۾ عمدو ڪاڌو آهي جيڪو جسم جي خوراڪ لاءِ ڪنيو اٿم. واٽهڙوءَ چيو ته اها ماني ڪتي کي ڇو نٿو ڏئين؟ بدويءَ جواب ڏنو ته مون ۾ ايتري محبت ۽ بخشش نه آهي. ماني پئسن سان ملندي، ڳوڙها مفت جا آهن. اهي ڳوڙها ڪتي جي لاءِ خرچ ڪري سگهجن ٿا. هي منهنجا ڳوڙها پاڻي نه آهن پر ڪتي جي ڏک ۾ رت بنجي ويا آهن. اُن شخص چيو: ماني جيڪا زمين جي پيداوار آهي پر تو وٽ ڳوڙهن کان وڌيڪ بهتر آهي! اُن بدويءَ پاڻ کي ذليل ڪيو انهيءَ ڪري اُن جا ڳوڙها به اهڙا ئي ذليل آهن.

آئون اُن مرشد ڪامل جو غلام آهيان جيڪو اهڙو باهمت ڪيميا پرست آهي جو هو عاجزي ڪيميا (يعني ذاتِ باري تعاليٰ) جي اڳيان ئي ڪري ٿو. عاجزي ۽ نماڻائي سان جيڪا دعا گهري ويندي آهي ته خدا جو فضل ڊوڙي ايندو آهي. مولانا، سابق مضمون ڏانهن رجوع فرمائي چوي ٿو ته مجاهدن جي آتش ڏانهن هل، تڏهن دنيا ڪان ڇوٽڪارو ملندئي. جڏهن انسان پنهنجي تدبير کي خدائي تدبير ۾ فنا ڪندو آهي تڏهن عجيب راهون کلي وينديون آهن. انهن رستن جو ادنيٰ درجو هي آهي ته انسان کي ابدي عروج ۽ بقا حاصل ٿي ويندي آهي ۽ ان عُروج ڪانپوءِ انسان کي علم لدني حاصل ٿي ويندو آهي. انسان جڏهن اُن مقام کي خوب سمجهي وٺي ٿو ته ان جي حصول جي لاءِ پوري ڪوشش ڪري ٿو ۽ مغرور ڪونه ٿو ٿئي.

**انسان جي لاءِ ڪابه بدنظر خود پسندي ۽ وڏائي جهڙي هاڃيڪار نه آهي!**

انسان جي وڏائي انسان جي لاءِ سڀ ڪان وڏيڪ هاڃيڪار آهي. ها، جيڪڏهن هو صفاتِ خداوندي سان مُتَصف ٿي ويو آهي ته پوءِ اُن جي وڏائي ان جي پنهنجي وڏائي ڪونه رهندي آهي.

پر طاوست مبیں و پائی بیں
تاکہ سوء العین نکشاید کمیں

ترجمو: ”پنهنجي مور وارن پرن کي نه ڏس پر پيرن کي ڏس تان ته بدنظر توکي گهائي نه وجهي.“

انسان کي پنهنجي عيبن تي نظر رکڻ گهرجي ورنه ان جي نيڪين کي نظر بد لڳي ويندي نظرِ بد جو خراب ۽ ڏاڍو تاثير آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته وَاِنْ يَّكَادُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَيُزْلِقُوْنَكَ بِاَبْصَارِهِمْ (القلم:51) ”۽ ويجهو آهي ته اهي توکي پنهنجي نظرن سان ترڪائي وجهن.“ رستي ۾ نه مينهن هو ۽ نه گپ، ان حالت ۾ ترڪڻ مان حضور صلى الله عليه وسلم کي تعجب ٿيو. حضور صلى الله عليه وسلم کي ترڪڻ جو سبب وحي خداوندي سان معلوم ٿيو. حضور صلى الله عليه وسلم کي چيو ويو ته اها نظر بد ايتري قدر سخت هئي جو توهان ته فقط تر ڪيا، جيڪڏهن ٻيو ڪو هجي ها ته هلاڪ ٿي وڃي ها. هن آيت کي پڙهي نظرِ بد جي حقيقت سمجهو. حضور صلى الله عليه وسلم جيئن ته معصوم هئا انهيءَ ڪري مٿن ان جو اثر فقط ان جو تاثير ڏيکارڻ جي لاءِ ٿيو هو. حضور صلى الله عليه وسلم جي ان واقعي مان عبرت حاصل ڪريو. جڏهن حضور صلى الله عليه وسلم جهڙي لوهه تي ان جو اثر اهو ٿيو، پاڻ جي گاهه جهڙي حيثيت تي ان جي تاثير کي سمجهو.

**آيت: وَاِنْ يكَادُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا جو تفسير**

یا رسول اللہ دران وادی کسان
میزنند از چشم بد بر کرگان

ترجمو: ”اي الله جا رسول صلى الله عليه وسلم! هن واديءَ ۾ اهڙا ماڻهو آهن جيڪي ڳجهن کي به نظري وجهندا آهن!“

ماڻهن حضور صلى الله عليه وسلم کي عرض ڪيو ته هن واديءَ جا ماڻهو بلند پرواز ڳجهه کي به پنهنجي بد نظر سان متاثر ڪن ٿا. سندن نظرن ۾ ايڏو اثر آهي جو شينهن جي ڪوپڙي چيرجي ويندي آهي! جيڪڏهن ڪنهن اُٺ جو گوشت انهن کي پسند اچي ٿو ته اُن تي پنهنجي نگاهه وجهي فوراً غلام کي اُن جو گوشت وٺڻ جي لاءِ روانو ڪن ٿا. حسد ۽ نظرِ بد جي اثر سان آسمان جي گردش اونڌي ٿي ويندي آهي. چشمِ بد جو تاثير جيتوڻيڪ بظاهر چشمِ بد جي متعلق آهي پر اصلي سبب تقدير الاهي آهي، جيڪا مخفي آهي. جهڙي طرح بظاهر هُلو متحرڪ نظر ايندو آهي پر ان جي حرڪت جو اصل سبب پاڻي آهي. چشمِ بد جي اُن تاثير کي عارف جي نظر فنا ڪري ڇڏيندي آهي. نظر بد جو تاثير قهرِ اِلاهي آهي ۽ نيڪ نظر جو تاثير رحمت الاهي آهي ۽ رحمت قهر تي غالب آهي. نبي رحمت آهي ۽ ڪافر قهر جو

مظهر آهي. مانَ مرتبي جي خواهش جي بيماري شهوت کان وڏيل آهي. مان مرتبي جي محبت ۾ اُلوهيت ۾ شرڪت جي دعويٰ آهي ۽ شرڪ ناقابل معافي گناهه آهي. حضرت آدم عليه السلام جي لغزش نفساني شهوت ۽ باهه جي ڪري هئي، شيطان جو گناهه مان مرتبي جي ڪري هو. حضرت آدم عليه السلام جي پُل جو اثر زائل ٿي ويو، شيطان معصيت ۾ مبتلا رهيو. ڪاڏي ۽ شرمگاهه جي شهوت ۾ عموماً انڪساريءَ کان ڪم ونٺو پوندو آهي. ٺٺ ٺانگر ۾ حد کان وڌيڪ دلچسپي جي مذمت جي لاءِ دفتر درڪار آهي. سرڪش گهوڙي ۾ تڪبّر ۽ بُلندي جاهه آهي ان ڪي شيطان چيو ويندو آهي. گڏهه ۽ خچر ۾ شهوت آهي. پر انهن ڪي شيطان ڪونه چيو ويندو آهي. لُغت ۾ شيطنيت سرڪشي ۽ تڪبّر ڪي چيو ويندو آهي. انهيءَ ڪري هي صفت لعنت جي مستحق آهي. ڪاڏي واري هڪ دستر خوان تي ڏهه ماڻهو گڏ ٿي وجن ٿا پر ٻه بادشاهه دنيا ۾ گڏ نٿا ٿي سگهن. هر بادشاهه جي خواهش هوندي آهي ته اهو اڪيلو سڄي دنيا تي حڪومت ڪري. بادشاهت ڪي سَنڍيڻ چيو ويندو آهي، ان جو سبب هي آهي ته بادشاهه شرڪت جي ڊپ سبب سيئي رشتا ٽوڙي ڇڏيندو آهي. بادشاهي جي تڪبر ۽ حُبِّ جاهه جو مثال باهه وانگر آهي. باهه هر شيءِ ڪي ساڙي فنا ڪري ڇڏيندي آهي. جيڪڏهن ڪجهه نه ملي ته خود پنهنجو پاڻ ڪي ساڙي ڦُلهيار بنائيندي آهي. پنهنجو پاڻ ڪي هيچ بنائي ٺٺ ٺانگر ۽ اجائي ڏيک ويک بيماريءَ کان نجات حاصل ڪريو. سخت شيءِ ڪي مُترڪن سان ڪٽيو ويندو آهي نرم شيءِ محفوظ رهندي آهي. ڪبريائي ۽ اُلوهيت الله تعاليٰ جي چادر آهي جيڪو ان ڪي ڍڪيندو ان جي لاءِ اها چادر وبال بڻجندي. تاج خدا جي ملڪيت آهي، اسان جي لاءِ خدمت گذاري جي پَٽي آهي. وڏائي ۽ غرور مور جو کنڀ آهي اهو تنهنجي لاءِ فتنو آهي ۽ خدائي ۾ شرڪت جي دعويٰ آهي.

**پنهنجي ڇنب سان پنهنجا پرپٽيندڙ مور ۽ هڪ داناءَ جي گفتگو**

پرِّ خود می کند طاؤسی بدشت
یکَ حکیمی رفتہ بود آنجا بگشت

ترجمو: "هڪ مور جهنگ ۾ پنهنجا پر پٽي رهيو هو ته هڪ داناءُ گهمندي اتي پهچي ويو."

هُن مور ڪي چيو ته تون پنهنجا پَرَ چو پٽي رهيو آهين؟ تنهنجي دل توکي ڪيئن اجازت ڏئي ٿي جو ان سهڻي لباس ڪي پٽي ڪچري ۾ اڇلائي رهيو آهين؟ هُن مور ڪي چيو: تنهنجا پر ايڏا ته پيارا آهن جو هر شخص انهن ڪي قرآن ۾ رکي ٿو، هوا ڏيڻ جي لاءِ تنهنجي پرن مان وڃڻي (مور ڇل) ٺاهي ويندي آهي. مور ڪي چيائين ته تنهنجن پرن ڪي پٽڻ پنهنجي بيباڪي آهي، توکي معلوم نه آهي ته تنهنجي پرن تي نَقّاشي ڪنهن ڪئي آهي؟ پر جيڪڏهن تون چاڻين ٿو ته قُدرت اها نقاشي ڪئي آهي ته پوءِ ڄاڻي ٻُجهي ڪري اهڙي ڪاريگري ڪي برباد ڪري رهيو آهين ۽ نخرا پيو ڪرين اهڙي طرح جو ناز بربادي جو سبب هوندو آهي ۽ اهو اجايو نخرو غلام ڪي بادشاهه جي نظرن کان ڪيرائيندو آهي. انسان ڪي ناز ڪرڻ پسند آهي پر ان ۾ خطرا گهڻا آهن. بنا خطري وارو رستو نيازمندي جو آهي انهي ڪري انسان ڪي اهو ئي رستو اختيار ڪرڻ گهرجي. ناز انداز جڏهن وڌندو آهي ته وبال جان بنجي ويندو آهي. ناز انداز جي خوبي جيڪڏهن ڪجهه وڏائي ٿي ته ان ۾ لِڪل خوف انسان ڪي پگهرائي ٿو. نيازمندي جيتوٽيڪ ڪمزور ڪري ٿي پر دل ڪي چمڪندڙ چنڊ بنائي ٿي. الله تعاليٰ جي صفت آهي ته اهو مُردي مان زنده پيدا ڪندو آهي ته پوءِ جيڪو مُرده بڻبو ته ان ڪي اهو زندگي عطا ڪندو. جيئن ته اهو زنده مان مُرده به پيدا به ڪندو آهي. انهيءَ ڪري جيڪڏهن تون نفس ڪي نه مارينڍين ته اهو مُرده ٿي ويندو. تون فاني بنجي وڃ، پوءِ اهو توکي ابدي حياتي عنايت ڪندو، تون پاڻ تي خزان طاري ڪندين ته بهار جو لُطف ڏسندين. رات بڻبين ته ڏينهن جو پيدا ٿيڻ ڏسي وٺندين. بظاهر اهو داناءُ جو مقولو آهي جيڪو هُن مور ڪي چيو هو ته پنهنجا پر نه پٽ چاڪاڻ ته اهي ڪِنڍجي ڪونه سگهندا ۽ حسين ڇهري ڪي نه ڇِل چاڪاڻ ته ڇهري ڪي بگاڙڻ وڏي غلطي آهي. خيالن

سان نفس مُطمئنّ جي صفائي ۽ سادگي متاثر ٿيندي آهي ايئن جيئن آرسيءَ تي ڪجھ لڪجي، پوءِ پلي ان کي صاف ڪري ڇڏجي پر ان تي نشان باقي رهجي ويندا

روی نفسِ مطمئنّہ در جسد
زخم ناخنہائے فکرت می کشد

ترجمو: ”جسم ۾ نفسِ مطمئن جو چهرو فڪر جي ننهن سان زخمي ٿي ويندو آهي.“

خاص طور تي بُرا خيال تہ زهريلا ننهن آهن جيڪي روح تائين چهري کي رهڙي ڇڏيندا آهن. جڏهن انسان فڪرن جي ڪنهن ڳنڍ کي کوليندو آهي تڏهن روح جا سهڻا پر ناپاڪ ٿي ويندا آهن جنهن سان ان جي پرواز ۾ ڪمي اچي ويندي آهي. اهڙن دنياوي افڪارن جي عقيده ڪشائي اهڙي آهي جيئن ڪنهن خالي ٿيلهي جي مُنهن جي سخت ڳنڍ کي ڪو شخص کولي جيڪو لاحاصل آهي. چند ڳنڍيون کولڻ ۾ تون پوڙهو ٿي وئين. فرض ڪر تہ جيڪڏهن چند ڳنڍيون تو هيون بہ کوليون پر حاصل ڇا ٿيو!؟ تنهنجي نيڪ بخت يا بدبخت هجڻ جي ڳنڍ جيڪا تنهنجي گلي ۾ لٽڪيل آهي جيڪڏهن تون ان کي کولين تہ اهو سڀ کان بهتر آهي. جيڪڏهن تون ماٺهو آهين تہ ان اِشڪال کي حل ڪر. فلسفي عرض ۽ جوهر جي تعريف ۾ لڳا رهندا آهن ۽ خود پنهنجي حقيقت ۽ ماهيت کان بي خبر رهندا آهن. مَنْ عَرَفَ نَفْسِهٗ، عَرَفَ رَبَّهٗ ”جنهن پنهنجو پاڻ کي سُڃاتو. اُن خدا کي سُڃاتو.“ نفس جي حقيقت جو علم خدا جي معرفت تائين پهچائي ٿو. حڪيمن جي عمر موضوع ۽ محمول جي وضاحتن ۾ گذري ويندي آهي ۽ ڪو فائدو هٿ نہ اچي سگهندو آهي. جنهن دليل جو ڪو نتيجو برآمد نہ ٿئي اهو بيڪار آهي. تون پنهنجي انجام تي غوز ڪر! توﻣُ شاهدو ڪونہ ڪيو آهي محض مخلوق جي ذريعي خالق کي سمجهيو آهي ۽ افترائي قياس تي صابر ٿي وئين. افترائي قياس جو مثال تہ مثلاً عالم (جهان) مصنوع (ٺاهيل) آهي ۽ هر مصنوع جو ڪو صانع (ٺاهيندڙ) هوندو آهي. فلسفي غيبي اُمورن کي سمجهڻ جي لاءِ واسطي ۾ اضافا ڪندا رهندا آهن ۽ برگزيده شخص ان جي برعڪس مشاهدو ڪندو آهي. اهو دليلن کان هٽي ڪري مراقبي ۾ مشاهدو ڪندو آهي. فلسفي اثر سان موثر کي سمجهندو آهي يعني دُونهين جي ذريعي باهہ تائين پهچي ٿو. عارفن جي لاءِ قُرب ۽ عشق جي باهہ دُونهين کان وڌيڪ ويجهي آهي. مشاهدي کان هٽي ڪري دليلن سان اُن ذات تائين پهچڻ سياهہ ڪاري ۽ غلطي آهي.

**حضور ﷺ جي هن قول جي وضاحت تہ اسلام ۾ رهبانيت نہ آهي**

برمکن پَر را و دل بر کُن ازُو
زانکہ شرطِ ایں جہاد آمد عُدو

ترجمو: ”پرن کي نہ پٽ، انهن کان دل هٽاءِ ڇاڪاڻ تہ ان جهاد جي لاءِ دشمن ضروري آهي.“

مور کي نصيحت آهي تہ پر نہ پٽ يعني شهوت ۽ ظاهري ڏيک ويک جي اسباب ۽ ذريعن کي ختم نہ ڪر ڇاڪاڻ تہ اهي دشمن آهن ۽ دشمن جي نہ هوندي جهاد جي فضيلت حاصل نٿي ٿي سگهي. جيڪڏهن انسان ۾ شهوت جو مادو ئي نہ آهي تہ زنا نہ ڪرڻ واري حڪم جي فرمانبرداريءَ جي ڪا معنيٰ نہ آهي. جيڪڏهن انسان ۾ ڪنهن شيءِ ڏانهن لاڙو نہ آهي تہ اُن کان صبر ڪرڻ جي ڪا معنيٰ نہ آهي. دُشمن نہ هجي تہ لشڪر جي ڪا ضرورت ئي نہ آهي. راهب پنهنجا خصيّا ڪيرائي ڇڏيندا هئا تان تہ زنا نہ ڪري سگهن. مُثلن سان جهاد ڪا معنيٰ نٿو رکي. اَنْفِقُوْا (البقره:254) ”خرچ ڪريو!“ اِن حڪم جي تعميل تڏهن ٿي سگهي ٿي جڏهن انسان ڪمائي. جيتوڻيڪ قرآن ۾ فقط ”خرچ ڪريو“ آيو آهي پر ان جو مطلب اهو آهي تہ ڪمايو ۽ خرچ ڪريو. اهڙي طرح ”صبر ڪريو“ جي حڪم جي

تعميل تڏهن ٿي آهي جڏهن رغبت موجود هجي. كُلُوْا "توهان کائو!" جو حکم شهوت جو چار آهي ۽ لَاتُسۡرِفُوۡا ۚ (الاعراف:31) "فضول خرچي نہ ڪريو" عفت ۽ پاڪ دامني آهي. هاڻي جيڪڏهن كُلُوْا ممڪن نہ هجي تہ لَاتُسۡرِفُوۡا ۚ (الاعراف:31) جي ڪا معنيٰ نہ آهي. جڏهن خبر جو وجود ئي نہ هجي تہ مبتدا جو ان سان اِتصال ۽ تعلق ناممڪن آهي. صبر ۾ جيڪڏهن ڪا تڪليف ئي نہ آهي تہ ان جي جزا حاصل نٿي ٿي سگهي. اِذَا فَاتَ الشَّرْطُ فَاتَ المَشۡرُوط جڏهن شرط موجود نہ هجي تڏهن مشروط مفقود ۽ گم هوندو آهي. صبر جي تڪليف هجي تہ ان جو بدلو بہ ڏيندو، پوءِ ٻئي مبارڪباد جي قابل آهن.

**الله تعاليٰ جي طرفان عاشق جي عمل جو ثواب فقط الله جل جلاله آهي**

جيئن تہ پهرين مضمون ۾ جزا جو بيان هو، هاڻي مولانا ٻڌائي ٿو تہ خدا جي عاشق جو بدلو ڪهڙو آهي!

عاشقان را شاد مانی و غم اُوست

دستِ مزد واُجرتِ خدمت،ہم اُوست

ترجمو: "عاشقن جي خوشي ۽ غم اهو ئي آهي، مزدوري ۽ خدمت جي اُجرت بہ اهو ئي آهي."

عاشقن جو رنج ۽ خوشي، مزدوري ۽ ان جي اُجرت فقط ذاتِ خدا آهي. جيڪڏهن عاشق معشوق جي ذات کان سواءِ ڪنهن ٻي شيءِ جو طالب آهي تہ پوءِ اِن جو عشق عشق نہ آهي پر هو چريو آهي. جڏهن عشقِ الاهي نمودار ۽ ظاهر ٿيندو آهي تہ ماسويٰ الله، اُن جي باهہ سان سڙي ويندو آهي. ڪلمي ۾ لاالٰا چوڻ جي معنيٰ اها ئي آهي تہ اُن غير جي نفي ڪري ڇڏي آهي. الا الله چوڻ جو مطلب هي آهي تہ هاڻي اُن جي لاءِ سڀ ڪجهہ فقط ذاتِ خداوندي آهي. هو غير جي عشق کي بلڪل ساڙي ڇڏي ٿو. صحيح اک هڪ ڏسندي آهي. ٻاڏي کي هڪ مان ٻہ نظر ايندا آهن. جتي ڪنهن بہ حُسن جي جهلڪ آهي اها اُن خدا جو پرتو آهي. جسم ۾ روح جي ڪري حرڪت ٿيندي آهي جيڪي فطرتاً بد آهن، انهن جي اصلاح ناممڪن آهي. هر شيءِ جي حُسن کي عڪس خداوندي اهو سمجهندو جنهن جو انساني روح زندهہ هوندو. جيڪو روح انساني کان ناواقف هوندو اهو روح حيواني کي ئي سڀ ڪجهہ سمجهندو. حضرت عمر بن عبدالعزيزؓ اموي خليفو هو، جنهن جو شمار انتهائي انصاف پسند خلفاءِ راشدين ۾ ٿئي ٿو. هوڏانهن حجاج بن يوسف ثقفي عبدالمالڪ بن مروان عراق جو گورنر هو، جنهن جو ظُلم ۽ ستم مشهور آهي، جنهن ٻاهتر هزار بي ڏوهين کي قتل ڪرايو، مطلب تہ جنهن عمر بن عبدالعزيز کي نہ ڏٺو هوندو، ان وٽ حجاج عادل هوندو. جيڪڏهن ڪنهن اصل کي نہ ڏٺو هوندو تہ اهو نقل مان دوکو کائي ويندو. جيڪو شخص حقيقت کان ناواقف هوندو آهي اهو مجاز کي حقيقت سمجهندو آهي. مشهور مقولو آهي: تُعْرَفُ الْاَشْيَاءُ بِاَضْدَادِهَا "شيون پنهنجي ضدن سان سُڃاتيون وينديون آهن." دنيا کي ڀوڳي آخرت جو قدر معلوم ٿيندو. انسان جڏهن دنيا جي زندگي ختم ڪري عالمِ آخرت ۾ پهچندو، تڏهن گهڻو شڪر گذار ٿيندو. پوءِ چوندو تہ دنيا آخرت جي مقابلي ۾ خاڪ ۽ مِٽي هئي. دنيا ڪنڊن جو گهر ۽ آخرت باغ آهي. دنيا ۾ جيتريقدر وقت گذريو ان تي افسوس ڪندو.

**هن حديث جو بيان تہ هر مرڻ وارو ضرور هيءَ تمنا ڪندو تہ جيڪر هو اڳ ۾ مري وڃي ها...**

زین بفرمود ست آن آگہ رسولؐ

کہ ہر آنکہ مُرد و کرد از تن نزول

ترجمو: "هن جي لاءِ باخبر رسولﷺ فرمايو آهي تہ جيڪو شخص مُئو ۽ جسم کان جدا ٿيو..."

ان کي منتقل ٿيڻ ۽ مرڻ تي افسوس نہ ٿيندو، پر ڪوتاهي ۽ فوت ٿيڻ جي حسرت ٿيندي. موت ڪانپوءِ هر

مردي جي خواهش هوندي تہ ڪاش هو اڳ ۾ مري وڃي ها! جيڪڏهن نيڪ آهي تہ هن لاءِ اها خواهش ڪندو، تہ ڪاش! اڳ ۾ ئي جنت ۾ پهچي وڃان ها. جيڪڏهن بد آهي، تہ هن لاءِ اهو سوچيندو تہ جيڪڏهن جلد مري وڃان ها تہ بُرايون گهٽ ڪريان ها. بُرو انسان چوندو: آئون جيتري قدر زنده رهيس، اوتري قدر گمراهي جا پردا وڌندا ويا. جيڪڏهن ان کان پهريان مري وڃان ها تہ اهي پردا گهٽ هجن ها. حرص جي ڪري قناعت جي ڇهري کي زخمي نہ بناءِ ۽ تڪبر سان عاجزي جي ڇهري کي زخمي نہ ڪر. اهڙي طرح بُخل جي ذريعي سخاوت جو ڇهرو زخمي نہ ڪر ۽ شيطانيت سان سجدي جي حسين ڇهري کي خراب نہ ڪر.

مور جي تمثيل جي سلسلي ۾ مولانا رومي انسان جي انهن صفتن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي قدرت ان ۾ وديعت رکيون آهن ۽ انسان پنهنجي بداعمالي سان انهن کي برباد ڪري ٿو. جڏهن مور اها نصيحت ٻڌي ۽ نصيحت ڪرڻ واري جو ڇهرو ڏٺو تڏهن روئي پيو ۽ ٻين کي بہ روئاري ڇڏيائين ۽ مور جي روئڻ جي ڪري اهو ناصح حڪيم بہ روئي ويٺو. ناصح پر پڇڻ واري سوال تي شرمنده ٿي ويو تہ مون ان کان بيهوده سوال ڇو ڪيو! اهو روئي رهيو هو، لڙڪ جي هر ڦُڙي ۾ ان سوال جو جواب درج هو. جيڪو سچائي جو روئڻ آهي ان جو تاثير محض دنيا تائين نہ آهي پر عرش تائين پهچي ٿو. بناوٽي روئڻ تي شيطان ٽهڪرون ڪندو آهي. اَلْقَلْبُ عَرْشُ الرَّحْمٰن ”دل خدا جو عرش آهي،“ جيئن تہ سچي روئڻ سان عرش متاثر ٿئي ٿو انهيءَ ڪري عقل ۽ دل جيڪي عرشي آهن اهي بہ متاثر ٿين ٿا.

**عقل ۽ روح جسم جي مِٽي ۽ پاڻيءَ ۾ ايئن قيد آهن جڻ هاروت ۽ ماروت بابل جي کوھ ۾ قيد هجن!**

*ہمچو ہاروت وچو ماروت آں دو پاک*

*بستہ انداں جا بچاہ سہمناک*

ترجمو: ”اهي ٻئي پاڪ، هاروت ۽ ماروت وانگر اِن جاءِ تي خوفناڪ کوھ ۾ قيد آهن.“

جهڙي طرح هاروت ۽ ماروت جو تعلق عالمِ بالا سان هو پر بابل جي کوھ ۾ قيد آهن، اهڙي طرح عقل ۽ روح بہ عالم بالا جون شيون هوندي انساني بدن جي کوھ ۾ قيد آهن. جيئن تہ ٻنهي عالمِ سفلي ۽ شهواني سان تعلق پيدا ڪيو انهيءَ ڪري جسم جي کوھ ۾ بند ڪيا ويا. هاڻي نيڪ ماڻهو انهن کان سُٺي تعليم حاصل ڪن ٿا ۽ بُرا ماڻهو بُري تعليم حاصل ڪن ٿا. عقل ۽ روح سمجهائي ٿو تہ اسان جي جادو سيکارڻ ۾ هڪ امتحان ۽ آزمائش آهي تہ سکڻ وارو ان کي غلط استعمال ڪري ٿو يا صحيح. ان جادوءَ جو سکڻ يا نہ سکڻ اختياري فعل آهي انهيءَ ڪري اُن کي ٻنهي ڳالهين تي قدرت ۽ طاقت آهي. انسان جي اندر جون خواهشون سُتل ڪُتي وانگر آهن ۽ انسان جي دل ۾ خير ۽ شر ٻئي موجود آهن. انسان جو هي سمجهڻ تہ ان ۾ برائي جي طاقت نہ آهي تمام وڏي غلطي آهي. جيئن تہ بُرائي جو موقعو حاصل نہ آهي انهيءَ ڪري اها قوت سُتل آهي. جڏهن موقعو ملندو تڏهن اها فوراً سجاڳ ٿي ويندي. انساني خواهش جو حال سُتل ڪُتي وانگر آهي اُن جي اڳيان جڏهن ڪو مُردار اچي ويندو آهي پوءِ ان جو حال ڏسو. هاڻي ڪتي جو وارُ وارُ ڏند بنجي ويندو آهي ۽ اهو حملي ڪرڻ ۾ ڪاوڙ مان ڀرجي ويندو آهي. باھ کي جيڪڏهن ٻارڻ نہ ملي تہ ڪيتري قدر پُرسڪون هوندي آهي پر ٻارڻ ملندي شُعلا هڻندي آهي. انسان جي اندر بُريون صفتون ان ڪتي وانگر ستل آهن، جڏهن موقعو ملندو آهي تڏهن اهي پنهنجي تيزي ڏيکارينديون آهن. انهن بُرين صفتن جو مثال ڪتي ڪان وٺو يا ان باز کان جنهن جون اکيون سِبيل آهن پر شڪار لاءِ آتو آهي. شڪار جي وقت باز جي مٿي تان ٽوپي هٽائي ويندي آهي پوءِ اهو شڪار کي ڏسي جبلن جا چڪر ڪاٽيندو آهي. بيماري جي دوران مختلف غذائن جي شهوت ۽ رغبت سڪون پذير هوندي آهي پر جڏهن اهو مختلف غذائون ڏسندو آهي تہ اها شهوت بيدار ٿي ويندي آهي ۽ اهو ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي. پوءِ ڪائڻ کي دل گهُرندي آهي. جيڪڏهن ڪائيندو تہ بد پرهيزي ٿيندي.

هاڻي جيڪڏهن ان مريض ۾ صبر جو مادو آهي ته انهن غذائن جو ڏسڻ ان جي لاءِ مفيد آهي تان ته ان جون خواهشون سجاڳ ٿين ۽ جيڪڏهن اهو صابر نه آهي ته ان جي لاءِ مناسب آهي ته اهو انهن غذائن کي نه ڏسي. اهو ٻڌي هُن چيو ته اي ناصح! تون فقط رنگ ۽ روپ جو عاشق آهين، هي نٽو ڏسين ته اهي کنڀ منهنجي لاءِ مصيبت جو سبب آهن.

## مور جو سوال ڪرڻ واري دانا کي جواب ڏيڻ

چوں ز گریہ فارغ آمد گفت رَو
کہ تو رنگ و بوئی را ہستی گرو

ترجمو: ”جڏهن اهو مور روئڻ مان فارغ ٿيو ته چوڻ لڳو: تون رنگ ۽ بوءِ جو غلام آهين.“

تون اهو نٽو ڏسين ته سوين بلائون منهنجي وٽندڙ پرن جي ڪري مون ڏانهن اچن ٿيون. شڪاري منهنجو شڪار فقط انهن پرن جي ڪري ڪندا آهن. ڪو چار سان جهلي ٿو ته ڪو مونکي تير سان ماري ٿو. جڏهن ته مون ۾ انهن مصيبتن کي برداشت ڪرڻ جي طاقت ناهي. ان ڪري بهتر اهو آهي ته بدصورت بنجي وڃان، پرن جي بچائڻ کان جان بچائڻ بهتر آهي. منهنجا اهي پر منهنجي غرور ۽ وڏائيءَ جو سبب آهن ۽ تڪبر هزارين مصيبتن جو سبب بنجندو آهي.

## دنيا جو هنر، ذهانتون ۽ مال مور جي پرن وانگر جان جا دشمن آهن

پس ہنر آمد ہلاکت خام را
کز پئے دانہ نہ بیند دام را

ترجمو: ”هُنر، ناقص جي لاءِ هلاڪت آهي ڇاڪاڻ ته اهو داڻي جي ڪري ڄار کي ڏسي نه سگهندو.“

گناهه ڪري سگهڻ ۽ نه ڪري سگهڻ جو اختيار ان شخص جي لاءِ مناسب آهي، جنهن ۾ تقويٰ هجي ۽ جيڪڏهن تقويٰ نه آهي ته پوءِ ان جي لاءِ اختيار باقي رکڻ مناسب نه آهي. مور چيو منهنجي تڪبّر ۽ غرور جا اسباب منهنجا پَرَ آهن انهيءَ ڪري آئون انهن کي ختم ڪري ٿو ڇڏيان. ڇاڪاڻ ته اهي هلاڪت جو ذريعو ۽ سبب آهن. جيڪو ماڻهو متقي ۽ صبر وارو آهي اهو انهن اسبابن کي ڪالعدم سمجهندو آهي. صابر پنهنجي صبر جي ڍال سان پنهنجو بچاءُ ڪندو آهي پر آئون جيئن ته نچڻ ۽ نمائش کان صبر ڪندڙ نه آهيان، انهيءَ ڪري منهنجا پر منهنجا دشمن آهن. جيڪڏهن انسان صابر هجي ته برائي تي اختيار هوندي برائي نه ڪرڻ افضل آهي. منهنجو مثال ٻار وانگر آهي جنهن جي هٿ ۾ تلوار ڏيڻ مناسب نه آهي، اهو ان کي غلط استعمال ڪندو. تلوار عقلمند جي هٿ ۾ ڏيڻ گهرجي تان ته اهو تلوار جو صحيح استعمال ڪري. جڏهن مون ۾ عقل ناهي ته پوءِ مون کي پنهنجا هٿيار يعني پَرَ ڪوهه ۾ اُڇلائڻ گهرجن. جيڪڏهن انسان ۾ تلوار سنڀالڻ جي طاقت نه آهي ته دشمن ان جي تلوار ڦُري ان جو خاتمو ڪري ڇڏيندو. آئون پنهنجي نفس کي ذليل ڪرڻ جي لاءِ پنهنجا پر پٽي رهيو آهيان تان ته ان جمال ۽ ڪمال جا اسباب ئي باقي نه رهن. جڏهن ته پر پٽڻ گناهه ناهي. جيڪڏهن مون ۾ پرده پوشيءَ جي طاقت هجي ته پوءِ آئون پر نه پٽيان ها. جڏهن مون ۾ گناهن جا اسباب اختيار ڪري گناهه کان بچڻ جي طاقت نه آهي، ته اسباب کي ئي ختم ڪري رهيو آهيان. جڏهن مون ۾ طاقت ناهي ته اهو هٿيار منهنجي خلاف استعمال ٿيندو. هاڻي جڏهن ته پنهنجو دشمن آئون پاڻ آهيان، ته جيستائين جان ۾ جان آهي آئون ڦاٿل رهندس. پر پنهنجو پاڻ کان ڀڄڻ ڏاڍو مشڪل آهي، البت ٻئي کان ڀڄڻ ۾ فرار ممڪن آهي. جڏهن اهو پري ٿي وڃي ته ماڻهو بيهي سگهي ٿو. پر جڏهن ته آئون خود پنهنجو دشمن آهيان ته منهنجو ڪم هر وقت دشمن کان ڀڄڻ آهي، نه منهنجي لاءِ هندستان ۾ قرار ممڪن آهي نه ختن ۾، ڇاڪاڻ ته منهنجو دشمن ڀاڇي وانگر مون سان گڏ آهي.

### پنهنجي ئي شر ۽ هُنر کان بچي ويل بيخودن جو بيان

چون فناش از فقر پيرايه شوَد

اُو محمدؐ وار بي سايه شوَد

ترجمو: "جڏهن ان جي فنا فقر سان آراسته ٿي وڃي ته اهو محمد ﷺ وانگر بغير پاڇي ٿي ويندو آهي"

جڏهن فنا في الحق حاصل ٿي ويندي آهي تڏهن اهو اهڙي طرح بي سايه ٿي ويندو آهي جهڙي طرح حضور ﷺ جن هئا. جيئن ته محمد ﷺ جن پنهنجون صفتون صفاتِ حق ۾ فنا ڪري چڪا هئا. انهيءَ ڪري پنهنجي صفتن جي لحاظ سان محمد ﷺ کي فقر حاصل هو، جيڪو محمد ﷺ جي لاءِ باعث فخر هو، ته پوءِ محمدؐ ﷺ جي وجود جي شمع شمع جي شعلي وانگر بنا پاڇي جي آهي. جڏهن شمع مُجَسّم شعلو بنجي وڃي ته ان جو پاڇو ڪونه رهندو آهي. شمع جو ميڻ ۽ پاڇو ان ذات جي شعائن ۾ گم ٿي ويو. جنهن شمع بنائي هئي، تنهن شمع کي چيو ته مون توکي فنا ڪرڻ جي لاءِ ناهيو هو. شمع چيو ته آئون انِ جي لاءِ دنيا ۾ فنا ٿي وئي آهيان. اهو خدائي شعاع حقيقي شعاع آهي، عارضي ۽ فاني شعاع حقيقي نه آهي. شمع جُڏهن پنهنجو پاڻ کي باهه ۾ فنا ڪري ٿي، ته ان جو ڪو نشان باقي نٿو رهي. اهو ئي حال فاني في الله جو آهي. نورِ جان ۽ نورِ شمع ۾ فرق هي آهي ته شمع جو نور شمع جي وجود سان وابسته آهي ۽ نورِ جان ايتريقدر وڌندو جيتريقدر ان جي شمع يعني جسم گهٽجندو. نورِ جان جو شعاع باقي ۽ نور شمع فاني آهي. نورِ جهان رباني شعلي سان مُنَوَّر آهي، جيڪو دائم ۽ قائم آهي. جهڙيءَ طرح نور هجڻ جي وقت باهه جي شعلي مان فنا جو پاڇو پري ٿي ويندو آهي اهڙي طرح جڏهن جان عين نور حق ٿي ويندي آهي ته فنا جو پاڇو ان کان پري ٿي ويندو آهي.

ڪڪر ۾ جيئن ته ڪثافت آهي، تنهن ڪري ان جو پاڇو ٿيندو آهي. چنڊ نور خالص آهي، ان ۾ پاڇو ناهي. جڏهن جان مقامِ فنا حاصل ڪري وٺي ٿي ته ان جي ڪثافت دور ٿي ويندي آهي ۽ اها چنڊ وانگر ٿي پوندي آهي. جيڪڏهن روح ۾ ڪنهن وقت خودي جي ڪيفيت پيدا ٿيندي آهي ته ان ۾ ڪڪر جهڙي ڪثافت پيدا ٿي ويندي آهي. نور هليو ويندو آهي ۽ ان نور جو فقط هڪ خيالي وجود وڃي رهندو آهي. جهڙي طرح چنڊ جو نور ڪڪر جي ڪري ڪمزور ٿي ويندو آهي ۽ چوڏهينءَ جو چنڊ پهرين رات جي چنڊ جهڙو نظر اچڻ لڳندو آهي. اها ئي خودي جي صورت ۾ نور جان جي ڪيفيت ٿي ويندي آهي. ڪڪرن ۽ غُبار جي حجاب جي ڪري چنڊ جي هڪ خيالي صورت رهجي ويندي آهي، اهو ئي حال جسم جي ڪڪر جي ڪري نورِ جان جو آهي. اهو الله تعاليٰ جو ڪرم آهي جو تن پرورن کي اُن پنهنجو دشمن قرار ڏنو. حالانڪ انهن جو خدا جي دشمن هجڻ جي ڪا معنيٰ نه آهي، ڇاڪاڻ ته انهن جي خدا سان دشمني مُتَصور نٿي ٿي سگهي. اهي مومنن جا دشمن آهن. چنڊ تي گرد غبار جو ڪو اثر نه آهي اهو ته ڏسڻ وارن جو پردو آهي. ڪڪر ڏسڻ وارن جو دشمن آهي ڇاڪاڻ ته انهن جي نگاهه کان چنڊ کي لڪايو ويو. اهو ڪڪر اسان جي نظر ۾ هڪ خوبصورت شيءِ کي بد نماءُ بنائي ٿو. هو چنڊ کي ڪو نقصان نٿو پهچائي سگهي. خدا اسان جي دشمن کي پنهنجو دشمن قرار ڏئي اسان جي عزت افزائي ڪئي آهي. تعينات ۾ جيڪا ڪجهه رونق آهي اها وجودِ واحد جي ڪري آهي، جيڪو تعيّنات کي اصل سمجهي اهو گمراهه آهي. تعيّنات جو وجود، وجودِ مطلق جو پاڇو ۽ عڪس آهي. ڪڪر کي جيتوڻيڪ چنڊ جي هم رنگي حاصل ٿي وئي آهي پر اها عارضي آهي. قيامت جو ڏينهن جڏهن فقط ذاتِ حق باقي رهندي، تڏهن سيني کي يقين اچي ويندو ته هين شين جو وجود فقط عارضي آهي. دنياوي هنر ۽ صُوري صفتون بمنزل ڪڪر جي آهن، انهن کي پري ڪري چنڊ جي حُسن جو براهِ راست مشاهدو ڪرڻ جي تمنا ڪجي. اهي عارضي صورتون مون کي درڪار نه آهن. آئون موسيٰ صفت آهيان. دائي جو خواستگار نه آهيان

براهِ راست ماڻ ڪان مستفيد ٿيڻ چاهيان ٿو. آئون مظاهر جي ذريعي ظاهر جو جلوو نٿو چاهيان براهِ راست اُن جو جلوو چاهيان ٿو. مظاهر ۾ ڦاسي ڪري ماڻهو تباهه ٿيا آهن. جيڪڏهن ذاتِ حق مان واسطي سان استفاده هجي ته اهڙي عارف ڪامل جي ذريعي هجي جيڪو باقي بالله هجي، تان ته اهو حجاب نه بنجي سگهي. ان جو وجود باقي بالله هجي ۽ پنهنجي ذات جي لحاظ ڪان فاني هجي جيئن انبياءُ ۽ الله وارا هوندا آهن. اهڙي شخصيت پردو ڪونه هوندي آهي پر اها پردي ڪي چاڪ ڪرڻ واري هوندي آهي. عارف ڪامل ڪڪر آهي پر اهڙو ڪڪر آهي جيڪو آسمان جي هم رنگ ٿي چڪو آهي. مينهن وسندي نظر اچي رهيو هو پر ڪڪر نظرن ڪان غائب هو. جيئن حضور ﷺ جي اُن معجزي ۾ ذڪر ٿي چُڪو آهي جيڪو اڳ ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. اُن معجزي ۾ ڪڪر هو پر اُن ۾ ڪڪر جون صفتون باقي نه هيون. جڏهن عاشق صبر ڪندو آهي تڏهن ان جي جسم جي به اها ئي حالت هوندي آهي جو بظاهر جسم آهي پر اُن ۾ جسمانيت نه آهي. مور چيو هو ته منهنجي لاءِ پَرَ پيارا نه آهن چاڪاڻ ته پَرن مان غير لُطف اندوز ٿين ٿا ۽ مٿي سان منهنجي بينائي، هڏڻ ۽ وجود جو تعلق آهي. هين جي لُطف لاءِ جان قربان ڪرڻ بيوقوفي آهي. دنيا وارن جي لاءِ مصري نه، زهر ٿيءُ. جيڪڏهن ماڻهن جي تحسين ۽ آفرين چاهين ٿو ته انهن دنيا وارن لاءِ پنهنجو پاڻ ڪي مُردار بناءِ. جيڪو ڪنهن طرح مناسب نه آهي. حضرت خضرؑ سالم ٻيڙيءَ ڪي هن لاءِ عيبدار بنايو هو ته اها دنيادار ظالمن جي دَست بُرد ڪان محفوظ رهي سگهي. حضورﷺ فقر ڪي پنهنجو فخر هن ڪري قرار ڏنو آهي جو ان جي هوندي انسان لالچي چورن ڪان محفوظ رهي ٿو. خزانو ويراني ۾ هن ڪري دفن ڪندا آهن تان ته حريص اُتي نه پهچي سگهن. جيڪڏهن مور پنهنجا پَر نه پٽي سگهي ته پوءِ خلوت اختيار ڪري تان ته جلوي نمائي جو موقعو ئي نه رهي. جيڪو انسان هين ڪي ڦاسائيندو آهي اهو خود به ڦاسي ويندو آهي. دنيا جي هر شيءِ هين جو لقمو ۽ هين ڪي لقمو بنائڻ واري آهي.

## الله ڪانسواءِ هر شيءِ کائيندڙ ۽ کاڄ ٿيندڙ آهي

الله تعالىٰ ڪانسواءِ هر شيءِ کائڻ واري ۽ غذا آهي اُن پکيءَ وانگر جيڪو مڪڙ جي شڪار ڪرڻ جو ارادو ڪري ٿو ۽ شڪار ۾ ايترو مشغول ٿي وڃي ٿو جو بُکئي باز ڪان غافل ٿيو وڃي، جيڪو تاڙ ۾ اُن جي شڪار ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو. هاڻي اي کائڻ وارا شڪاري انسان! پنهنجي شڪاري ۽ کائڻ واري ڪان مطمئن نه ٿيءُ! جيڪڏهن تون ان ڪي اک جي نگاهه سان نٿو ڏسين ته دليل ۽ عبرت جي نظر سان ڏس تان ته تنهنجي بي نور اک کلي وڃي.

سڄي ڪائنات ۾ تنازع البقاء آهي، هر شيءِ ٻي شيءِ ڪي کائي ٿي، پوءِ کائڻ واري شيءِ جي غذا بنجي وڃي ٿي. هڪ جهرڪي ڪيڙي جو شڪار ڪري ٿي ۽ هن ڪان غافل آهي ته باز اُن جي شڪار ڪرڻ جي تاڙ ۾ آهي. جيڪو انسان شڪاري هٿي ڪي کائڻ وارو آهي ان ڪي پنهنجي کائڻ واري ڪان بي فڪر نه هجڻ گهرجي، خود ان ڪي کائڻ وارو جيتوڻيڪ نظر نٿو اچي پر ان ڪي عقل جي اک سان ڏسڻ گهرجي.

مرغکے اندر شکارِ کرم بود
گربه فرصت یافت او را دَر ربود

ترجمو: "هڪ ننڍڙو پکي ڪيڙي جي شڪار ۾ (مصروف) هو. ٻليءَ کي موقعو مليو ته اها (جهٽ هٽي) اُن ڪي کٽي ويئي."

پکي ڪيڙي ڪي خوراڪ بنائي رهيو هو پر اهو خود ٻليءَ جي خوراڪ ٿي ويو جنهن ڪان هو غافل هو. چور سامان جي پويان آهي، چوڪيدار چور جي پُٺيان آهي. چور جو عقل سامان ۽ دروازي جي قُلف ۾ مشغول آهي. هو چوڪيدار ۽ مظلوم جي بددعا ڪان بي خبر آهي. چور پنهنجي ڌُن ۾ ايتري قدر رذل آهي جو پنهنجي دشمن ڪان بلڪل غافل آهي. جيڪڏهن گاهه پاڻيءَ ڪي هضم ڪري ٿو ته حيوان جو معدو وري گاهه ڪي هضم ڪري ڇڏي ٿو.

خدا کان سواءِ هر شيءِ ٻي شيءِ کي فنا ڪري ٿي ۽ ان کي وري ڪا ٻي شيءِ فنا ڪري ٿي. وَهُوَيُطْعِمُ (الانعام-١٤) الله جو شان آهي جو اهو ٻين کي غذا عطا ڪري ٿو ۽ خود غذا کان بي نياز آهي. دنيا جي ڪابه شيءِ پنهنجي گهڻ واري کان مطمئن نٿي ٿي سگهي. انهن فاني شين جو پنهنجي فنا کان مطمئن رهڻ وڏي مصيبت ناڪ شيءِ آهي. ان معاملي ۾ الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ضروري آهي. اها ڳالهه فقط ماديات ۾ ئي نه آهي پر هڪ خيال ٻئي خيال کي کائي ويندو آهي. انسان وسوسن ۽ خيالن کان ڪنهن به طرح نجات ۽ ڇوٽڪارو حاصل نٿو ڪري. جيڪڏهن انسان خيالن کي ختم ڪرڻ جي لاءِ سُمهي به رهي ٿو ته اهي خيال ماڪيءَ جي مکين وانگر باقي رهندا آهن جيڪي ڪنهن غوطه خور (ٽوٻي) جي فڪر ۾ ٻاهر اُڏامي رهيون آهن تان ته پاڻيءَ مان ٻاهر نڪرڻ تي ان کي چُهٽي وڃن. انسان خيالن جي خَلش ۾ مبتلا رهندو آهي. هڪ خيال ان کي هڪ پاسي ڇڪيندو آهي ته ٻيو خيال ان کي ٻئي پاسي ڇڪيندو آهي. انسان کي ڪاڏي وارين شين مان خيالات گهٽ درجي جي شيءِ آهن. جڏهن ان جو هي حال آهي ته وڏين شين جي حالت خدا کي ئي معلوم آهي. انسان کي انهن تباهه ڪندڙ شين کان بچڻ جي لاءِ خدا جي پناهه حاصل ڪرڻ لازمي آهي. جيڪڏهن توهان پنهنجو رابطو براهِ راست خدا سان قائم نٿا ڪري سگهو. ته ڪنهن عارف ڪامل کي واسطو بڻايو. پنهنجو هٿ سندس هٿ ۾ پڪڙايو، ڇاڪاڻ ته ان جي هٿ کي الله جي دستگيري حاصل آهي. تنهنجو عقل ٻاراٽيون عادتون رکي ٿو. ڇاڪاڻ ته اهو لڪل نفس جي پاڙي ۾ آهي. تون پنهنجي عقل کي عارف ڪامل جي عقل سان وابسته ڪر، اهو ٻاراٽيون عادتون ڇڏائيندو. جيئن ته تون عارف جي هٿ ۾ هٿ ڏيندين. اهو توکي برباد ڪرڻ وارين شين کان بچائيندو. جڏهن تون سندس هدايت جو پابند بڻبين، تڏهن تو کي تجربو ٿيندو، اهو تجربيڪار آهي. وقت جي ڪامل هاديءَ کي نبي جو پرتو حاصل آهي. حُديبيه جي مقام تي حضور ﷺ بيعيت الرضوان ورتي. تڏهن الله تعاليٰ حضور ﷺ جي هٿ کي پنهنجو هٿ قرار ڏنو. سچي سونهين سان بيعت ڪرڻ ڪانپوءِ توکي اهائي فضيلت حاصل ٿيندي، جيڪا بيعت الرضوان ڪرڻ وارن کي حاصل ٿي هئي. عشره مبشره اهي ڏهه صحابي جن کي محمد ﷺ انهن جي زندگيءَ ۾ جنت جي بشارت ڏني هئي: چار ئي خليفه، حضرت زبير رضي الله عنه، حضرت طلحه رضي الله عنه، حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رضي الله عنه، حضرت ابو عبيده رضي الله عنه، حضرت سعد بن وقاص رضي الله عنه، حضرت سعيد بن زيد رضي الله عنه، اهي خالص سون هئا. خالص سون اهو آهي جو گرم ڪرڻ ڪانپوءِ ان جو وزن اهو رهي، جنهن وزن جو اهو هو. حديث شريف ۾ آهي ته انسان اُن سان گڏ آهي جنهن سان اهو محبت ڪري ٿو. اهو حڪم دنيا ۽ آخرت ٻنهين جي لاءِ آهي. دنيا ۾ ڪمزورن تي ظلم ڪرڻ وارن جو حال ڏس. ڪمزورن تي ظلم ڪرڻ وارن کي سوچڻ گهرجي ته ڪو نه ڪو ان کان به وڌيڪ طاقتور هوندو جيڪو انهن کي سزا ڏيندو. مولانا رومي ابولهب جي زال جي ڳلي جي رسي کي حسد ۽ حرص جي رسي قرار ڏنو. جڏهن عقلاً چار کان جدائي ضروري آهي ته تنهنجو چار خود تنهنجي پيرن ۾ چنبڙيل آهي. هر انسان کي احتياط سان غور ڪرڻ گهرجي ته اهو مظلوم آهي يا ظالم. هر انسان ڪائڻ وارو ۽ ٻئي جي خوراڪ آهي. انهيءَ ڪري اهو خود شڪار به آهي ۽ شڪاري به آهي. انسان جي شڪاري هجڻ جي عادت ان کي خود شڪار بڻجڻ کان غافل بڻايو ويئي آهي. اهو ٻين جي دل چورائي ٿو ۽ خود ان جي دل چوري ٿي چڪي آهي. انسان اهڙو غافل نه هجڻ گهرجي جو ان جي اڳيان غفلت جي اهڙي ديوار هجي جيڪا ڪليل دشمن کي به ڏسڻ ۾ نه اچي. جهرڪي پنهنجي ڦاسڻ جي ڏپ کان هيڏانهن هوڏانهن ڏسي ٿي. تون جهرڪي کان گهٽ نه ٿيءُ. اها جهرڪي هِن لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڏسي ٿي ته ڪو شڪاري ته نه آهي تان ته داڻي کان قطع نظر ڪري وڃي. انسان کي پوئين بدڪارين جي انجام ۽ ايندڙ دوکن جي موت کي ڏسڻ گهرجي. الله تعاليٰ پهرين بدڪارن کي بغير ڪنهن ظاهري اوزار جي هلاڪ ڪري ڇڏيو. الله تعاليٰ انهن کي بنا ڪنهن گُرز ۽ هٿ جي، سزا ڏني. توکي يقين ڪرڻ گهرجي ته الله تعاليٰ بغير ظاهري هٿ جي سزا ڏي ٿو. خدا جو منڪر به سزا جي وقت خدا جو اقرار ڪندو آهي جيڪو منڪر خدا جو وجود عقل کان پري سمجهندو هو، اهو ئي

عذاب جي وقت ان کي "يا قريب" چئي سڏي ٿو. خدا جي منڪرن کي انجام ڪار حسرت ڪٽڻي پوندي. جن منڪرن کي انجام ڪار حسرت ڪٽڻي پئي، انهن مان فرعون ۽ نمرود کي ڳڻ، انهن ماڻهن ۽ قومن جي انجام مان توکي معلوم ٿي ويندو تہ الله تعاليٰ مظلومن جي فرياد ٻڌندو آهي ۽ اهو سڀ ڪجھ ڄاڻندو آهي ۽ ظالمن کي تباھ ڪرڻ ۾ ان کي ڪنهن جي پرواھ ناهي. مور چيو هو تہ اهي ڪنبي بمنزلہ چار جي آهن، انهيءَ ڪري آئون انهن کي مقصد حاصل ڪرڻ جي لاءِ پٽي رهيو آهيان. مور نصيحت ڪرڻ واري حڪيم کي چيو تہ تنهنجي عقل مطابق مون اهو جواب ڏنو آهي، هاڻي تون ان کي خوب سمجھ.

**حضرت ابراهيم عليہ السلام جو ڪانگ کي مارڻ جو سبب**

*اين سخن را نيست پايان و فراغ*
*اى خليلِ حق چرا کشتى تو زاغ*

ترجمو: "هن ڳالھ جو خاتمو ۽ دنگ نہ آهي. اي الله جا دوست! توهان ڪانگ کي ڇو ماريو."

حضرت ابراهيم عليہ السلام، توهان ٻڌايو تہ ڪانگ کي مارڻ ۾ ڪهڙي حڪمت لڪل آهي؟ حضرت ابراهيم عليہ السلام جواب ڏنو تہ ڪانگ جي ڪانءَ ڪانءَ جو مطلب هي آهي تہ اهو پنهنجي وڏي ڄمار جو خواهشمند آهي.

قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي: اَنۡظِرۡنِیۡۤ اِلٰی یَوۡمِ یُبۡعَثُوۡنَ ﴿۳۶﴾ (الحجر:36) شيطان الله کان دعا ڪئي تہ مون کي قيامت تائين جي عمر ڏي. حضرت آدم عليہ السلام توبہ ڪئي ۽ دعا گهري هئي. شيطان زندگيءَ جي دعا گهري، پر اها زندگيءَ جيڪا دوست کانسواءِ هجي خالي جان جي تباهي آهي ۽ الله تعاليٰ کان غفلت فوري موت آهي. موت هجي يا زندگي جيڪو الله سان گڏ آهي اهو ئي بهتر آهي. خدا کي ڇڏي آب حيات بہ باھ جو ڪم ڪندي آهي. شيطان جي ڊگهيءَ عمر جي دعا بہ ان جي ملعون هجڻ جو اثر هئي. خدا کان غير خدا گهرڻ تباهي آهي. خاص طور تي اها عمر جنهن ۾ خدا جي رضا حاصل نہ هجي، مَڪاري آهي. شيطان جي دعا هي هئي تہ خدا ان کي زياده عمر هن لاءِ ڏي تان تہ اهو اجا وڌيڪ ذلت جي کڏ ۾ ڪِري ۽ خدا جي لعنت جو نشانو بنجي تہ اهڙي شخص کان وڌيڪ بُرو ٻيو ڪير ٿيندو، جيڪو لعنت خداوندي جو ڳوليندڙ هوندو. سٺي زندگي اها آهي جنهن ۾ قُربِ الاهي ۾ جان جي پرورش ٿي سگهي. ڪانگ جي ڊگهي عمر ڇيٽي ڪائڻ لاءِ آهي. ڪانگ جي عمر جي زيادتي جي تمنا ڇيٽي ڪائڻ جي لاءِ آهي. جيڪڏهن اهو ڇيٽي ڪائڻ وارو نہ هجي تہ هيءَ دعا ڪري ها تہ مونکي ڪانگ بنجڻ کان ڇوٽڪارو ڏي.

**دعا**

*اى مُبدل کرده خاکى را بزر*
*خاکِ ديگر را بکرده بوالبشر*

ترجمو: "اي اها ذات جنهن هڪڙي مٽيءَ کي سون ۽ ٻي مٽيءَ کي ابوالبشر بنايو."

الله تعاليٰ جي قدرت آهي تہ ان هڪ مٽيءَ مان سون بنايو ۽ ٻي مٽيءَ مان حضرت آدم ابوالبشر کي پيدا ڪيو. الله تعاليٰ جو ڪم تبديل ڪرڻ ۽ انسان جو ڪم ڀُل ۽ غلطي آهي پر الله تعاليٰ ۾ قدرت آهي، جو هو اسانجي ڀل کي عمل سان تبديل ڪري ۽ اسان جي ڪاوڙ کي بُردباريءَ سان بدلائي. الله تعاليٰ کي قدرت آهي تہ ڪلر واري زمين مان بہ اهو گاھ ۽ اَنُّ ڦُٽائي جنهن مان ماني تيار ٿئي ٿي ۽ مُرده ماني کي انسان جي جان ۾ تبديل ڪري ٿو. خدا کي اها طاقت آهي تہ گمراھ کي رهبر بنائي ٿو ۽ رستي نہ ڏٺل کي پيغمبر بنائي ٿو. انسان مٽيءَ مان ٺهيو آهي ۽ قدرت وري ان کي ايمان جي دولت سان بهره ور بنايو آهي. ڪمند مان ڪنڊ پيدا ڪرڻ ۽ ڏاريءَ ۾ ميوو پيدا ڪرڻ، نُطفي مان

حسين معشوق پيدا ڪرڻ قدرتِ خداوندي جو ئي ڪم آهي. خدا جي قدرت آهي ته اهو مٽيءَ مان حسين گل ۽ دل مان خلوص پيدا ڪري ٿو ۽ اک جي چربي ۾ روشني ۽ چمڪ پيدا ڪري ٿو. زمين منجهان انبياءَ پيدا ڪري ٿو ۽ انهن کي معراج ڪرائي ٿو. زمين مان جيڪي بخار اٿن ٿا، انهن مان آسمان بنائي ٿو. ستارن جي تاثير سان زمين ۾ پيداوار ٿئي ٿي. جيڪو شخص دنياوي زندگي کي ڪمال جي انتها سمجهي ٿو، ان جو موت سڀ کان پهريان اچي وڃي ٿو. جيڪو شخص قلبي بصيرت سان آسمان کي ڏسندو. ان کي نظر ايندو ته اُتي هر وقت قدرت جو مُظاهرو ٿي رهيو آهي. عالمِ بالا جي تَصَرفات ۾ جسمن جي تبديلي آهي ۽ هڪ عالمگير ڪيمياگري آهي. ان تبديليءَ جو دليل هي آهي ته انسان ابتدا ۾ عناصرِ اربع مان ڪو عنصر هو. جيڪڏهن هو ان حالت ۾ رهي ها ته ان کي احسن تقويم جو ارتقائي رُتبو ڪيئن ملي ها. الله تعاليٰ ان جي پهرين وجود کي بدلائي ٻيو وجود عنايت ڪيو. وجود جي تبديليءَ جا لڪين مرتبا آهن. انسان جي توحيد جي تقاضا آهي ته اهو تبديل ڪرڻ واري جي ذات تي نظر رکي. تبديلي جي درمياني واسطن تي نظر رکڻ سان انسان ذات کان پري ٿي وڃي ٿو. محبوب سان ملاقات ۾ جيتريقدر وسيلن جو اضافو ٿئي ٿو، ذوقِ وصل ۾ ڪمي اچي ويندي آهي. اسباب ۽ علتون معلوم ڪرڻ سان اها حيرت گهٽجي ويندي آهي جيڪا انسان کي بارگاهه خداوندي ۾ پهچائيندي آهي. جڏهن ته انهن مرتبن ۾ فنا ڪانپوءِ ارتقائي وجود حاصل ٿيو آهي، ته انسان کي فنا کان گهبرائڻ نه گهرجي. پهرين مرتبن جي فنا سان اجا ارتقا حاصل ٿيو، انهيءَ ڪري بقا سان چنبڙيو رهڻ عقلمندي ناهي. جڏهن ته تبديلي ڪانپوءِ ٻيو وجود پهرين وجود کان بهتر مليو آهي ته انسان کي فنا جي جستجو ڪرڻ گهرجي ۽ تبديل ڪرڻ واري جو شڪرگذار بنجڻ گهرجي. انسان جا لڪين مرتبا اهڙا آهن جيڪي فنا تي چڪا آهن. انسان پنهنجي جمادي وجود کان نباتي وجود ڏانهن منتقل ٿي ويو ۽ ان کان اهو لاعلم آهي. پوءِ نباتي وجود کان ان کي حيواني وجود ۽ پوءِ عقل جي بنياد تي ان کي اهو وجود مليو، جنهن ۾ اهو احڪامن جو مڪلّف بنيو، پوءِ ان جو ارتقا عالمِ ارواح ڏانهن ٿيو، جيڪو حواس خمسه ۽ جهاتِ ستّہ کان بالاتر آهي. انهن وجود جي مرتبن جا نشان ان وقت تائين آهن جيستائين ان جو وجود وجود مطلق سان وابسته نه ٿيو آهي ۽ جڏهن ان سمنڊ ۾ پهچي ويو ته پوءِ انهن وجودن جا نشان غائب ٿي ويندا آهن ان مسئلي کي هن طرح سمجهو ته خشڪي جي منزلن جا نشان هوندا آهن. انهن نشانن جي ذريعي ڳوٺ ۽ وطن بنبو آهي پر درياءَ جي منزلن جو ڪو نشان ڪونه هوندو آهي. درياءَ جي منزل جي نه ڇت هوندي آهي ۽ نه ديوار، نه اُتي هلڻ جا نشان ٿيندا آهن. عالم مڪان ۽ عالم لامڪان ٻنهين منزلن جي وچ ۾ گهڻو فاصلو آهي. جڏهن ته پهرين مرتبن جي فنا ڪانپوءِ بقا حاصل ٿيندي آهي ۽ هن جسم جي بقا سان انسان کي چنبڙڻ نه گهرجي. جيڪو شخص وڏي ڇمار جو اميدوار آهي ان کي هن تبديليءَ ۾ جان جي بازي لڳائڻ گهرجي ۽ انسان کي تازو وجود حاصل ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته ان کي هر مرتبو پهرين مرتبي کان افضل حاصل ٿيو. ڪجور پنهنجو ڦل ٻين کي ڏيندي آهي ته ان کي قدرت نئون ڦل عطا ڪندي آهي. جيڪڏهن پُراڻو ڦل نه ڪري ته اهو بوسيده ۽ گندو ٿي ويندو. جنهن نئون وجود حاصل ڪيو آهي اهو پراڻي وجود جو خريدار ڪونه بنبو. اهو ذاتِ حق ۾ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري چُڪو آهي، تنهنجا خريدار انڌا آهن. انڌا پرندا ڪاري پاڻيءَ تي گڏ ٿيندا آهن جيڪو انهن کي اڃان وڌيڪ انڌو بنائي ٿو. دنيادار جيئن ته پُراڻي وجود سان چنبڙيا پيا آهن، ان ڪري اهي به ڪاري پاڻيءَ جي پکين وانگر انڌي دل وارا آهن. جيڪڏهن انسان جي د ل ۾ آبِ حيات جاري نه آهي ته اهو ڪاري پاڻي پيئڻ ۽ هيچ ڪري ڪائڻ وارو آهي. جيڪڏهن ان بُري حالت ۾ تون عمر جي زيادتي جو خواهشمند آهين ته تنهنجو مثال ان حبشيءَ جهڙو آهي جيڪو پنهنجي سياه روئيءَ تي مطمئن ۽ خوش هجي. جيڪڏهن ڪو شروع ۾ خوش رنگ هجي ۽ پوءِ اهو ڪارو بنجي وڃي ته اهو ان حالت ۾ مطمئن نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن اُڏامڻ وارو پکي پنجري ۾ قاسي وڃي ته اهو غم ۽ غُصّي ۾ رهندو آهي. پاليل پکي پڃري ۾ خوش رهندو آهي ڇاڪاڻ ته ان کي ڪڏهن آزادي نصيب ڪونه ٿي هئي ۽ اُڏامڻ وارو پکي آزاد هو.

**حضور ﷺ جن طرفان ٽن ماڻهن تي رحم جي هدايت**

مولانا جو مقصد هي آهي ته سُٺي حالت کانپوءِ جڏهن بُري حالت ٿيندي آهي ته اها انتهائي تڪليف ڏيندڙ هوندي آهي.

گفت پیغمبرؐ کہ رحم آرید بر
حالِ مَنْ كَانَ غَنِيًّا فَافْتَقَرْ

ترجمو: ”پيغمبر ﷺ ارشاد فرمايو ته اُن شخص تي رحم ڪريو جيڪو مالدار هو پوءِ فقير ٿي ويو....“

جيڪو شروع کان مُفلس هجي اهو ايتري قدر قابل رحم نه آهي جيترو اهو شخص جيڪو مالداري کانپوءِ مُفلس ٿي ويو. جيڪو شخص اڳ ۾ باعزت هو پوءِ ذليل ٿي ويو، اهو به گهڻو قابلِ رحم آهي. اهو عالم جيڪو جاهلن ۾ ڦاسي ويو هجي، رحم جي لائق آهي. اهي ٽيئي شخص گهڻو رحم جي لائق آهن، ڇاڪاڻ ته عزت کانپوءِ ذلت ۾ مبتلا ٿيڻ سان اها تڪليف پهچندي آهي جيڪا بدن جو عضوو ڪٽجڻ کانپوءِ هوندي آهي. بدن مان ڪو عضوو ڪٽجڻ کانپوءِ اهو عُضوو مرده ٿي ويندو آهي، ٿوري دير اهو تڙپندو آهي ۽ پوءِ مري ويندو آهي. جيڪو شخص هڪ دفعو ڪنهن شيءِ جي لذت حاصل ڪري چڪو آهي اُن جي يادگيري ان کي ستائيندي آهي. جنهن شخص ڪنهن سلطنت جو مزو نه چکيو هجي اهو سُلطاني ۽ بادشاهي، جي حرص کان محروم هوندو آهي. اهو شخص توبه ڪندو آهي جنهن کي پنهنجي گناهه جو احساس هوندو آهي ۽ رستي کان ڀٽڪيل آه و زاري ڪندو آهي.

**هرڻ جي ٻچي جو گڏهن جي واڙي ۾ قيد ٿيڻ جو قصو**

هن قصي جو مقصد هيءُ آهي ته هرڻ جي ٻچي جيئن ته آزاديءَ جو لُطف حاصل ڪيو هو انهيءَ ڪري اُن کي اُن جي نه هجڻ جو افسوس ٿيو. گڏهه ان کان محروم هئا.

آھوئے را کرد صیادے شکار
اندر آخر کردش آں بے زینہار

ترجمو: ”هڪ هرڻ کي هڪ شڪاريءَ شڪار ڪري ان کي نڌڪو طنبيلي ۾ واڙي ڇڏيو.“

اهو طنبيلو گڏهن ۽ ڍڳن سان اڳ ۾ ڀريل هو. هرڻ وحشت جي ڪري هر طرف ڀڄو پر نڪرڻ لاءِ جاءِ نظر نه آيس. اُن شڪاريءَ رات جو گڏهن جي اڳيان سڪل گاهه اُڇلايو. ڍڳا ۽ گڏهه گاهه کائڻ لڳا پر هرڻ پريشان هو. جهڙي طرح اهو هرڻ جو ٻچو گڏهن ۾ اچي ڪري پريشان ٿيو اهوئي حال عالم جو جاهلن ۾ هوندو آهي. جنهن وقت اسلام جي ابتدا ٿي، تڏهن به اهو ماڻهن جي لاءِ اجنبي هو ۽ عنقريب وري اجنبي بنجي ويندو. انهن ماڻهن جي لاءِ خوشخبري آهي جيڪي مسلمان هجڻ جي ڪري اجنبي آهن. سزا ۾ جيڪڏهن ڪنهن شيءِ کي ان جي مخالف سان وابسته ڪيو وڃي ته اها سزا موت آهي. حضرت سليمان عليه السلام هُد هُد کي جيڪو سخت عذاب ڏيڻ جو چيو هو اهو اهو ئي هو ته اُن کي ناجنس سان گڏ پڃري ۾ بند ڪري ڇڏيائين. انسان جي لاءِ اهو ئي عذاب آهي ته ان جي روح کي غير جنس يعني جسم سان قيد ڪيو وڃي. روح باز وانگر آهي ۽ بدن جي طبيعت ڪانگ وانگر آهي.

**سُلطان محمد خوارزم شاهه جي حڪايت**

سلطان محمد خوارزم شاهه سبزوار شهر کي جنهن جا رهاڪو سڀ رافضي هئا جنگ ڪري حاصل ڪيو، ماڻهن قتل کان امن گهريو تڏهن هُن چيو ته امان آئون تڏهن ڏيندس جڏهن هن شهر مان ابوبڪر نالي وارو ڪو شخص وٺي اچو.

## شد محمّد اَلَپ اُلُغ خوارزم شاه
## در قتالِ سبزوارِ پُر تباه

ترجمو: ”بهادر محمد خوارزم شاه تباهه حال سبزوار شهر ۾ قتال ۾ لڳي ويو.“

هو ايران جو بادشاهه هو. خراسان کان عراق تائين ان جي خلافت هئي. هي مولانا روميءَ جي والد خواجه بهاءُ الدين محمد جو مامون هو. هن جا سپاهي جڏهن دشمن جي هٿان قتل ٿي ويا تڏهن سبزوار جا باشندا مطيع ۽ فرمانبردار ٿي ويا ۽ انهن جان ۽ مال جو امن گهريو. سبزوارين چيو ته جيڪو ٽيڪس اسان تي لڳايو ويندو اسين هر فصل ۾ وڏائي ڪري ادا ڪنداسون. خوارزم شاهه چيو ته امن جو شرط هي آهي ته پنهنجي آبادي مان ابوبڪر نالي ڪو شخص آڻي پيش ڪريو. جيڪڏهن اهو شرط پورو نه ڪندا ته آئون سيني کي قتل ڪري ڇڏيندس. تڏهن انهن اشرفين جو ڀورو اڳيان آڻي اُڇلايو ته هي قبول ڪريو ۽ ابوبڪر نالي شخص جي آڻڻ جو شرط ختم ڪريو. سبزوار جي شهر ۾ ابوبڪر جي تلاش ائين آهي جيئن ڪو درياءَ ۾ سُڪل پٿر تلاش ڪري. بادشاهه اشرفين کان مُنهن موڙي ڇڏيو ۽ چيائين ته اي ڪافرو! جيستائين توهان ابوبڪر جو تحفو مون وٽ نه آڻيندا تيستائين ڪو فائدو ڪونه ٿيندو. آئون ٻار ڪونه آهيان جو سون ۽ چانديءَ سان ريجهي وڃان. اشرفيون ڏيئي ڪري ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي تمنّا ائين هئي جيئن ڪو شخص نماز مان هن طرح ڇوٽڪارو حاصل ڪري جو سڄي مسجد کي ماپي پر سجدو نه ڪري. ابوبڪر نالي شخص جي ڳولا ۾ سبزوار جي شهرين جاسوس ڇڏيا. ٽن ڏينهن ۽ ٽن راتين ڪانپوءِ انهن ابوبڪر نالي هڪڙو ڪمزور مسافر هٿ ڪيو جيڪو ويران جڳهه ۾ بيمار پيو هو. اُن کي چيائون ته تون اسان سان گڏجي هل، بادشاهه پنهنجي شرط مطابق هاڻي اسان کي معاف ڪري ڇڏيندو. ابوبڪر جواب ڏنو ته جيڪڏهن مون ۾ هلڻ جي طاقت هجي ها ته پنهنجي منزل ڏانهن هليو وڃان ها، هتي ڪونه ترسان ها. چاڪاڻ ته رافضي حضرت ابوبڪرؓ جي نالي جا بہ دُشمن آهن. انهن هڪ تابوت ڪنيو ان تي ابوبڪر کي سوار ڪيائون. سيئي خوارزم شاهه ڏانهن ڳچا تان ته اُن کي هيءَ نشاني ڏيکارين.

مولانا رومي فرمائي ٿو ته هيءَ دنيا بہ سبز وار آهي ۽ هتي بہ مردِ حق اهڙي طرح بي يارو مددگار رهندو آهي جهڙي طرح ابوبڪر نالي شخص سبزوار ۾ هو. الله تعاليٰ جو مثال خوارزم شاهه سمجهو. الله تعاليٰ دنيا وارن کان دل جو مطالبو ڪري ٿو. حديث شريف ۾ آهي ته الله تعاليٰ توهان جي صورتن ۽ مالن کي نٿو ڏسي، اهو توهان جي دلين ۽ ڪمن کي ڏسي ٿو. الله تعاليٰ خلق ڏانهن ڪنهن صاحبِ دل جي ڪري توجه فرمائيندو آهي. هر شخص اهڙو صاحبِ دل نہ آهي جو مخلوق خدا جو منظورِ نظر بڻجي. الله تعاليٰ اُن دل کي پسند ڪري ٿو جنهن دل ۾ ايتري قدر وسعت هجي جو ستن آسمانن جهڙا ست سئو آسمان اُن ۾ سمائجي وڃن. عام دلين ۾ ان دلِ جي تلاش ۽ ڳولا ائين آهي جيئن سبزوار ۾ ابوبڪر نالي شخص جي ڳولا. صاحبِ دل ڇهن ڇهتن (طرفن) کان مُصفيٰ هوندو آهي. ان جو مثال ڇهن مُنهن واري آئيني جهڙو آهي ۽ خدا هر طرف کان اُن کي ڏسندو آهي. جيڪو شخص لامڪاني بڻجي چڪو هجي اهو غير الله ڏانهن نظر ڪٿي بہ ڪونہ ڏسندو آهي.

جيڪڏهن صاحبِ دل ڪيڏانهن نظر ڪري ٿو تہ خدا جي لاءِ ڪري ٿو ۽ ان جو رد ۽ قبول سڀ خدا جي لاءِ هوندو آهي. جيئن تہ ان صاحبِ دل جا سڀ عمل خدا جي لاءِ هوندا آهن انهيءَ ڪري اهو خدا جو برگزيده هوندو آهي. اهو صاحبِ دل خليفة الله آهي ۽ الله تعاليٰ جي جملي عطا ان جي واسطي سان هوندي آهي. الله تعاليٰ پنهنجون سڀ عطائون ان جي هٿان مخلوق کي پهچائيندو آهي. ان جي هٿ جو خدا سان جيڪو اتصال يا قرب آهي ان جو بيان ممڪن نہ آهي. الله تعاليٰ سون ۽ چانديءَ کان بي نياز آهي اهو فقط دل جو اخلاص قبول ڪندو آهي. جنهن مان اهو

صاحب دل راضي هوندو آهي ان مان خدا راضي هوندو آهي. جنهن کان اهو ناراض هوندو آهي. خدا به ان کان ناراض هوندو آهي. اهو صاحبِ دل اهڙوئي مُربّي آهي، جهڙي طرح ماءُ مُرَبّي هوندي آهي. اهو صاحبِ دل مخلوق لاءِ بمنزله ماءُ پيءُ جي هوندو آهي. تون خدا جي اڳيان پنهنجي دل پيش ڪرين ٿو جيڪا هڪ دمڙي جي به نه آهي. ان صاحبِ دل تي عالم جي بقا جو مدار هوندو آهي ۽ اها ئي دل آدم جي جان جي محبوب آهي. الله تعاليٰ اهڙي دل جو مُنتظر آهي، جيڪا نور ۽ نيڪيءَ سان ڀريل هجي. دنيا ۾ اهڙي دل جو ملڻ اهڙو ئي ڏکيو آهي جهڙي طرح سبزوار شهر ۾ ابوبڪر نالي شخص جو ملڻ ڏکيو هو. جيڪڏهن اها دل تو وٽ نه آهي ته پنهنجي مئل دل ئي بارگاهه ۾ پيش ڪر. جهڙي طرح سبزوار وارن بيمار ۽ ڪمزور ابوبڪر کي پيش ڪيو هو. اهو بادشاهه توکي چوندو ته هتي ڪو قبرستان آهي جو مئل دل کي هتي آندو اٿئي، وڃ اها دل آڻ جنهن جي ڪري عالم کي بقا آهي. تون ان جي جواب ۾ چوندين ته دنيا تاريڪي ۽ اوندهه واري آهي ۽ دل نور آهي. تاريڪي ۽ اوندهه ۾ نور ڪٿي آهي. اهڙي دل سان دنيا کي روز ازل کان دشمني آهي. اها دل باز آهي ۽ دنيا ڪانگ آهي. ڪو پنهنجي ناجنس کي ڏسي نرمي نٿو ڪري، جيڪڏهن ڪو دنيا دار اهڙي صاحب دل سان نرمي ڪري ٿو ته اها نرمي منافقت تي مبني هوندي آهي يا اهو، ان کان ڪنهن فائدي جو اميدوار هوندو آهي. جيڪڏهن دنيادار اهڙي صاحبِ دل جي ها ۾ ها ملائي ٿو ته فقط انهيءَ جي لاءِ ته متان ناصح ان کي دراز نصيحت نه ڪري، ڇاڪاڻ ته هڪ دنيادار ۾ لڪين مڪاريون هونديون آهن. گهڻا ماڻهو منافقانه طور حاضر ٿيا ۽ مومن ڪامل بنجي ويا. صاحبِ دل پنهنجي شان ۽ شوڪت جي ڪري عيبدار جو به خريدار بنجي ويندو آهي، جڏهن توکي اهو معلوم ٿي ويو ته صاحبِ دل عيبدار کي به خريد ڪندو آهي. هاڻي ڪنهن صاحبِ دل جي تلاش ڪر جيڪڏهن تون خدا جو دشمن نه آهين. جنهن جي مڪاري توکي پسند اچي اهو تنهنجو دوست آهي خدا جو دوست نه آهي. نفساني خواهش کي ترڪ ڪر. جڏهن تون خدائي خوشبوءِ کي سنگهندين ته تنهنجو دماغ عنبر کي سنگهندو پر جيڪڏهن تون نفس جي خواهشات کي پورو ڪندو رهندين ته مُشڪ ۽ عنبر کي تون نه سڃاڻي سگهندين. جيئن ته تون نفساني خواهشن ۾ مبتلا آهين تڏهن تنهنجو دماغ خدائي خوشبوءِ کان نا آشنا آهي.

**گڏهن جي واڙي ۾ قيدي بڻايل هرڻ جو رهيل قصو**

روزها آن آهوی خوش نافِ نَر
در شکنجه بود در اصطبلِ خَر

ترجمو: ”اهو نر عمدي ڏُن وارو هرڻ گهڻن ڏينهن تائين گڏهن جي واڙي ۾ قيد هو.“

ان هرڻ جي حالت ائين هئي جيئن مڇي پاڻيءَ کان سواءِ هجي گڏهه هرڻ جي ٻچي کي چيو ته تنهنجو مزاج ته شاهاڻو ۽ اميراڻو آهي ۽ تون بالڪل خاموش آهين. ٻئي گڏهه چيو ته هن جي ڳالهه موتين ملهه آهي، هي اُن کي سستو ڪيئن وڪڻي سگهي ٿو. ٽئين گڏهه مذاق ڪندي چيو ته جيڪڏهن ايتري قدر نازڪ مزاجي آهي ته پوءِ شاهاڻي تخت تي ٽيڪ لڳائي ويهي رهي. هڪڙي گڏهه کي بدهضمي ٿي پئي، جنهن ڪري ان جو گاهه ٻچي پيو ته هُن هرڻ جي ٻچي کي گاهه کائڻ جي دعوت ڏني. اُن ڪنڌ لوڏي انڪار ڪيو. گڏهه چيو تون نخرا ڪري رهيو آهين ۽ غرور ۽ وڏائي جي ڪري پرهيز ڪري رهيو آهين. هرڻ اُن کي چيو ته اهو گاهه تون کاءُ، تنهنجي خوراڪ آهي، آئون جهنگ سان مانوس هئس ۽ مون باغن ۾ آرام ڪيو آهي جيتوڻيڪ آئون تقديرِ خداوندي سان هِن عذاب ۾ ڦاسي ويو آهيان پر طبيعت ڪٿي بدلجي ٿي. جيڪڏهن آئون هن وقت فقير آهيان ته به آبرو نٿو وڪڻي سگهان. شريف انسان پراڻي لباس ۾ به تيار رهندو آهي. پرديس ۾ جيئن ته ناواقف ماڻهو هوندا آهن انهيءَ ڪري اُتي وڏائي جو موقعو گهڻو هوندو آهي. گڏهه چيو ته تون پلي ٻڌاڪ هڻ! هرڻ جي ٻچي چيو ته منهنجو ڏُن منهنجي وڏائي تي گواهه آهي جيڪو عود ۽ عنبر

ڪان وڌيڪ آهي پر اِن دن جي خوشبوءَ ڪير ٿو سنگهي؟ اهو ئي سنگهي ٿو جيڪو صاحبِ دماغ هجي. ڇيٽو سنگهڻ وارو گڏهه ان ڪي نٿو سنگهي سگهي. گڏهه، گڏهه جو ئي پيشاب سُنگهندو آهي، گڏهن کي مشڪ ڪيئن ٿو سنگهائي سگهجي جيئن ته صحيح خوشبوءَ صاحبِ دماغ ئي سنگهي سگهي ٿو انهيءَ ڪري حضور ﷺ جن فرمايو آهي ته اسلام نااهلن لاءِ اجنبي آهي. مسلمان ڪان اُن جا رشتيدار به پڇندا آهن جيتوڻيڪ ملائڪ اُن سان مانوس آهن. عوام خواص کي پاڻ جهڙو ئي سمجهندا آهن پر انهن جي خوشبوءَ کان ناواقف آهن. مردِ خدا عوام ۾ ائين ئي آهي جيئن ٻيلن ۾ شينهن آهي. اُن کي پري کان ڏسي وٺ، وڌيڪ ڇيڙ ڇاڙ نه ڪر، جيڪڏهن تون ان جي احوالن جي وڌيڪ جستجو ڪرين ٿو ته پنهنجي جسم تان هٿ ڌوءُ، اهو تنهنجي ڏڪي هجڻ ۽ حيواني خصلت کي مٽائي ڇڏيندو. تون ٻهريان ڏڪو هئين هاڻي شينهن بنجي ويندين. جيڪڏهن توکي پنهنجو ڏڪو هجڻ پسند آهي ته ان شينهن جي ڳولا نه ڪر.

سَبْعَ بَقَرَاتٍ سِمَانٍ... جو تفسير

"بيشڪ، آئون ست ٿُلهيون ڏڪيون ڏسان ٿو جن کي ست ڪمزور کائي رهيون آهن."

انهن ڪمزور ڏڪين کي خدا بُکايل شينهن جي صفت تي پيدا فرمايو هو، ايستائين جو انهن، ستن ٿُلهين ڳئن کي بُک جي ڪري کائي ڇڏيو. جيتوڻيڪ خواب جي آئيني ۾ اهي خيال ڳئن جي صورت ۾ نمودار ۽ ظاهر ٿيا پر تون حقيقتاً شينهن سمجهه.

اهو خواب جو قصو آهي جنهن جو حضرت يوسف عليه السلام تعبير ڏنو ۽ فرمايو هو ته ستن ٿُلهين ڳئن مان ست سال سُٺي پيداوار جا ۽ ستن ايرين ڳئن مان ست سال ڏڪار جا مراد آهن. مولانا پنهنجي اڳوڻي بيان مطابق ستن ايرين ڳئن مان اهل الله مراد ورتي آهي، جيڪي شير صفت آهن.

آں عزیزے مصر میدیدی بخواب
چونکہ چشمِ غیب را شد فتح باب

ترجمو: "اُن مصر جي بادشاهه خواب ۾ ڏٺو جو ته غيب جي نظر جو در کُلي ويو هو."

بادشاهه خواب ڏٺو ته ستن ٿُلهين ڳئن کي ست ايريون ڳئون کائي ويون. اهي ايريون ڳئون حقيقت ۾ شينهن هيون. گهٽا سالڪ اهڙائي ايرا نظر ايندا آهن پر اهي طالب جي حيواني صفت کي ختم ڪري ڇڏيندا آهن. اهي حيواني صفتون ان مان پري ٿي وينديون آهن چاهي اُنهن جي ازالي سان طالب کي تڪليف پُهچي. اها هڪ تڪليف آهي پر گهڻين تڪليفن کان ڇوٽڪارو ڏياري ٿي ۽ سفلي انسان کي عُلوي بنائي ڇڏيندي آهي. هاڻي اهو معمولي انسان اُن سالڪ جي تصّرف سان شاهه بنجي ويندو آهي ۽ بدن جي مُردگيءَ سان دل جي زندگي حاصل ڪندو آهي. جيڪڏهن توکي سالڪ سان عقيدت آهي ته مُجاهدا ڪري جسم جي قرباني اُن جي خدمت ۾ پيش ڪر. جيڪڏهن تون جسم جي قرباني پيش نٿو ڪري سگهين ته ڄڻ تون سالڪ جي مهماني ادا نٿو ڪرين، جسم نيٺ فنا ٿيندو، پوءِ تون شرمندو ٿيندين.

## حضرت ابراهيم عليه السلام جو ڪڪڙ کي ڪُهڻ

حضرت ابراهيم عليه السلام جو ڪڪڙ کي ذبح ڪرڻ هن ڳالهه ڏانهن اشارو هو ته انسان کي شهوت پرست نه هئڻ گهرجي.

چند گوئی ہمچو زاغ پُرفسوس
ای خلیلؑ از بہر چہ کُشتی خروس

ترجمو: "مڪار ڪانگ وانگر ڪيستائين ٻوليندين؟ اي خليل الله! توهان ڪڪڙ کي ڇو ماريو؟"

حضرت ابراهيم عليه السلام فرمايو تہ مون خدائي حڪم سان ڪُڪڙ کي ذبح ڪيو. سوال ڪرڻ واري چيو تہ ان خداوندي حڪم جي ڪهڙي حڪمت هئي؟ حضرت ابراهيم جواب ڏنو تہ ڪُڪڙ هڪ شهوت پرست پکي آهي، جيئن تہ انساني نسل جي بقا لاءِ شهوت ضروري آهي ورنہ حضرت آدم پنهنجو پاڻ کي خصي بنائي ها. شيطان الله تعاليٰ کي چيو تہ آئون انسان کي مضبوط ڄار سان شڪار ڪرڻ چاهيان ٿو. الله تعاليٰ ان کي چاندي ۽ سون ڏيکاريو تہ هيءَ ڄار موجود آهي ان سان انسان کي تون ڦاسائي سگهين ٿو. شيطان انهيءَ ڄار کي ناڪافي سمجهي رنجيده ٿيو. ان کانپوءِ الله تعاليٰ هن کي عُمدي قسم جو سون ۽ جواهر ڏيکاريا: هيءَ ڄار ڪافي آهي؟ شيطان چيو تہ آئون اِن کان وڌيڪ چاهيان ٿو. الله تعاليٰ ان کي عُمده غذائون ۽ فخر وارا لباس ڏنا تہ هنن سان انسان کي ڦاساءِ! ان شيطان وري اهو ئي چيو تہ، اي ربّ! هن کان مضبوط ڄار چاهيان ٿو تان تہ هر ڪو اُن کي نہ ٽوڙي سگهي ۽ مردانِ خدا غيرن کان ممتاز ٿي وڃي. شيطان چيو اهڙو سخت ڄار ڏي جنهن ۾ وڏي کان وڏو بهادر ڦاسي وڃي. الله تعاليٰ انسان کي ڦاسائڻ جي لاءِ شراب ۽ سازَ شيطان جي اڳيان رکيا تہ ان تي شيطان ڪجهہ راضي ٿي مرڪي ڏنو. ان شيطان الله تعاليٰ جي صفت مُضل کي پڪاريو تہ فتني جي سمنڊ جي گهرائي مان ڪجهہ ذرو ڪٽي اچ. جڏهن تہ حضرت موسيٰ الله تعاليٰ جي صفت هادي جو اتم مظهر آهي ۽ ان ڪمال ڏيکاريو جو درياءَ نيل جي وچ ۾ پردا قائم ڪري ڇڏيائين تہ پوءِ مون کي صفت مُضّل جو اُتم مظهر هجڻ گهرجي. هاڻي الله تعاليٰ عورتن جي حُسن جو فتنو ڏيکاريو. تڏهن هو خوشيءَ مان چَپٽيون وڄائڻ ۽ نچڻ لڳو تہ هاڻي منهنجي منشاء پوري ٿي وئي. انهن عورتن جي انهي حسن ۽ فريب کي ڏسي شيطان نچڻ لڳو.

لَقَدۡ خَلَقۡنَا الۡاِنۡسَانَ فِیۡۤ اَحۡسَنِ تَقۡوِیۡمٍ... **جو تفسير**

”بيشڪ، اسان انسان کي بهترين طريقي تي پيدا ڪيو ۽ پوءِ اسان ان کي هيٺانهين کان بہ هيٺانهين ڏانهن موٽايو ۽ جنهن کي اسين وڏي عمر ڏيون ٿا، ان کي بناوٽ ۾ اونڌو ڪريون ٿا، ڇا اهي نٿا سمجهن؟“(يٰس:68)

آدم و جنّ و ملک ساجد شده
هچو آدم باز معزول آمده

ترجمو: ”(حسينن جي اڳيان) ماٺهو، جنّ ۽ ملائڪ سجدا ڪرڻ وارا بنيا پوءِ هو (حسين) آدم عليه السلام وانگر معزول ٿي ويو.“

حسينن جي زوال پذير حُسن جي هيءَ ڪيفيت آهي تہ شباب وقت سڀ مخلوق ان کي سجدو ڪري ٿي ۽ حسن لُڙهي وڃڻ کانپوءِ ان جي حالت حضرت آدم عليه السلام جهڙي ٿي وڃي ٿي جيڪو جنت کان محروم ڪيو ويو. اهو حسين آهون ڀري ٿو تہ ”هاءِ ڪمال کانپوءِ زوال“ ان کي جواب ملي ٿو تہ اها زياده جيئڻ جي سزا آهي. جهڙي طرح حضرت آدم عليه السلام جنت مان نڪتو هو، اهڙي طرح هن حسين کي حضرت جبرئيل حسينن جي ”ولي ۽ حُسن جي دولت کان ٻاهر ڪڍي ڇڏي ٿو. اهو حسين حضرت جبرئيل کي چوي ٿو تہ هن عزت کانپوءِ اها ذلت ڇو ٿي؟ جبرئيل جواب ڏي ٿو تہ اهو حسن محض عطا هئي، هاڻي هي ذلت انصاف جي تقاضا آهي. اهو حسين چوندو آهي: اي جبرئيل! پهريان تون مون کي سجدو ڪندو هئين، هاڻي تون مون کي حُسن جي جنت کان ٻاهر ڇو ٿو ڪڍين؟ آئون حسن جي لباس کان اهڙو ئي محروم ٿي رهيو آهيان، جيئن وڻ سرءُ جي موسم ۾ پنن کان محروم هوندو آهي. اهو چهرو جيڪو چنڊ وانگر چمڪندو هو پيريءَ ۾ ڳوهہ جي پٺن جهڙو ٿي ويندو آهي. حسين وارن واري سينڌ ختم ٿي ويندي آهي ۽ همراهہ گنجو بنجي ويندو آهي. نيزي جهڙو سڌو قَدُ ڪمان وانگر ٽيڏو ٿي ويندو آهي. ڪانگ جي پرن جهڙا ڪارا وار اڇا ٿي ويا ۽ چمڙيءَ ۾ گهنج پئجي ويا. الالہ جو رنگ زعفران بنجي ويو. شينهن واري طاقت عورتن جي پٽي وانگر نازڪ ٿي وئي. پيري ۾ جوش جذبا گهٽجي ويندا آهن. جيڪو شخص وڏن، وڏن پهلوانن کي نپوڙي رکندو هو،

هاڻي ان جي هي حالت آهي جو ماڻهو ان کي بغل ۾ هٿ ڏئي نيڪ نه ڏين ته هلي به نه سگهي. اهي پيري جا آثار موت جو پيغام ڏين ٿا.

تفسير اِلَّا الَّذِيْنَ آمَنُوْا وَعَمِلُوْا الصَّالِحَاتِ... جو تفسير

”پر اهي ماڻهو جن ايمان آندو ۽ نيڪ ڪم ڪيا، انهن جي لاءِ نه ختم ٿيڻ وارو اجر آهي.“

لیک اگر باشد قرینش نورِ حق

نیست از پیری وُرانقصانِ و دقِ

ترجمو: ”پر جيڪڏهن الله تعاليٰ جو نور ان جو ساٿي هجي ته پيريءَ کان ان کي ڪو به نقصان ۽ پريشاني نه آهي.“

جنهن شخص کي نورِ حق حاصل ٿي ويو پيري ان لاءِ نقصان واري نه آهي. اهڙي انسان جي عضون جي سستي مست جي سستي وانگر آهي جيڪا رُستم جهڙي پهلوان جي لاءِ به ريس جوڳي آهي، اهڙو انسان مري ٿو ته ان جي رڳن ۾ خدا سان ملڻ جو شوق پريل هوندو آهي، جيڪو شخص ان نورِ خداوندي کان محروم آهي ان جو مثال ميوي کانسواءِ باغ جهڙو آهي اهڙي باغ جو سرءُ ۾ هي حال هوندو آهي جو گُلن جي جاءِ تي ڪارا ڪنڊا هوندا آهن باغ جو کهڙو ڏوهه آهي اُن باغ جو هي ڏوهه آهي ته ان ۾ خود بيني ۽ وڏائي هئي جيڪو وڏو ڏوهه آهي. جنهن معشوق جي عشق ۾ جهان روئندو هو هاڻي اهو ئي جهان ان کي پاڻ وٽان دِڪي ڪڍي ٿو! ان جو ڪهڙو ڏوهه آهي؟ ان جو ڏوهه هي آهي ته هُو حسن کي پنهنجي ملڪيت سمجهندو هو. اسان ان حُسن کي هن لاءِ واپس وٺون ٿا تان ته سڀني کي معلوم ٿي وڃي ته حسن حقيقت ۾ اسان جي ملڪيت آهي ۽ دنيا جا حسين اسانجا خوشه چين آهن. تان ته اهو حسين هي سمجهي وڃي ته اهو حسن جو لباس ورتل ۽ الله تعاليٰ جي هڪ تجلي هئي. سڀ خوبيون الله تعاليٰ جون آهن. ڪائنات ان جو مظهر آهي اهي سڀ خوبيون ڪائنات ۾ عارضي آهن. اهي وري پنهنجي مرڪز ڏانهن واپس ٿي وينديون آهن. ڪائنات ۾ اُن جو ظهور ائين آهي جيئن نه رنگي آرسيءَ ۾ سج جي روشني نظر اچي. جهڙي طرح اهو نور يڪرنگو آهي پر مختلف شيشن ۾ مختلف نظر اچي ٿو، اهڙي طرح ان جون صفتون آهن. جڏهن اهي مظاهر باقي نٿا رهن تڏهن فقط هڪ رنگو نور باقي رهجي ويندو آهي. انسان کي صفاتِ خداوندي جو بغير مظاهري جي مشاهدو ڪرڻ گهرجي تان ته ڪائنات جي فنا ٿيڻ کانپوءِ به هو ان نور جو مشاهدو ڪري سگهي. تو مظاهر جي ذريعي ان جي صفتن جي مشاهدي جي عادت پاڻ ۾ وڌي آهي. الله تعاليٰ پنهنجي صفتِ حُسن کي واپس وٺندو آهي تان ته توکي معلوم ٿي وڃي ته اهو حسُن تو وٽ عارضي آهي. جيڪڏهن ان نعمت جي زوال تي به الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪندين ته اهو توکي ان کان سوين دفعا وڌيڪ حُسن عطا ڪندو. جيڪڏهن حُسن جي ازالي تي تون ڪفر شروع ڪندين ته پوءِ رت جا ڳوڙها ڳاڙيندو رهه! موت شڪر گذار کي ملندي آهي. ڪافر کي ڪونه ملندي آهي. ڪافرن جا اعمال رائيگان ۽ بيڪار آهن. الله تعاليٰ مومنن جي دل جي اصلاح ڪئي آهي. ناشڪري کان هنر ۽ خوبي هن طرح زائل ٿيندي آهي جو پوءِ ان جو نشان ڪونه ملندو آهي. ڪافر مان سٺيون وصفون هن طرح ختم ٿينديون آهن جو ان کي ياد به ڪونه اينديون آهن. وڃايل دولت ۽ ايندڙ دولت فقط شڪر گذارن ۽ وفادارن جو حصو آهي. اَقْرِضُوا اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا (المزمل:20) ”الله تعاليٰ کي سٺو قرض ڏيو“ جي حڪم تي عمل ڪر، الله توکي وڏو بدلو ڏيندو. انسان پنهنجي ضرورتن کي گهٽ ڪري ٻين تي خرچ ڪندو آهي تڏهن آخرت ۾ ان کي بدلو ملندو آهي. جيڪو سخي ٻين تي خرچ ڪندو آخرت جي دولت به ان جي هٿ ۾ ايندي. الله تعاليٰ بدلو ڏيئي ان کي خوش ڪندو ۽ جيڪي ڪجهه ان خرچ ڪيو آهي ان کي وڌائي واپس ڏيندو. الله تعاليٰ موت کي حڪم ڏيندو ته انهن شڪر گذارن کان جيڪو ڦريو ويو آهي اهو واپس ڪر. موت انهن کي دنياوي مال ۽ زندگي ڏيڻ چاهيندو پر اهي ان کي قبول نه ڪندا چاڪاڻ ته هاڻي

انهن کي اُخروي روحاني مالداري مُيّسر ٿي وئي آهي. اهي چوندا اسين صوفي آهيون. گودڙي ڦُرائي چڪا آهيون، هاڻي ان کي واپس نہ وٺنداسين. هاڻي الله تعاليٰ اسان کي اهو بدلو عنايت ڪري رهيو آهي جنهن ڪان پوءِ اسان کي دنيا جو حرص ۽ حاجت ڪونہ رهي آهي. دنيا جون شيون ڪاري پاڻي وانگر آهن ۽ آخرت جون نعمتون ڪوثر جي چشمي وانگر آهن. اهڙا انسان دنيا کي چون ٿا تہ اسين شهيدان راهِ خدا مان آهيون تنهنجي سيني عنايتن کي تنهنجي منهن تي هٽون ٿا، تان تہ هيءَ دنيا هي سمجهي تہ خدا جا اهي ٻانها بہ آهن جيڪي دنيا کي خراب سمجهن ٿا. اهي مردانِ خدا دنيا جي مُچن کي پٽي اڇلائن ٿا ۽ الله جي مدد جي قلعي تي جهنڊا ڦڙڪائن ٿا. جيڪي ماڻهو فنا ڪانپوءِ بقا جو درجو حاصل ڪن ٿا اهي ازسرِ نو زنده ٿين ٿا. انهن جو سيئي مُشڪلاتون فضلِ خداوندي سان ڪلي وڃن ٿيون ۽ انهن جو انڪاري (ڪافر) نفسِ بسمل ٿي ويندو آهي. فنا سان جيڪا نااميدي پيدا ٿي رهي هئي اها سڀ اميد ۾ بدلجي وئي. انهن جي لاءِ هي دنيا پاڪ جڳهہ ٿي وئي. فنا ڪانپوءِ وري ان کي ابدي زندگي نصيب ٿيندي. عالمِ غيب ۾ اهڙا سج آهن جو دنيا جو سج انهن جي مقابلي ۾ سُها تارو آهي. نيستي ۾ هستي مُضمر ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ نيستي ۽ هستي بہ متضاد شيون آهن، هڪ ٻئي ۾ ڪيئن لڪي سگهن ٿيون؟ اُن سوال جو جواب هيءُ آهي تہ اهو ائين ممُڪن آهي جيئن نُطفي مان زنده ٻچو پيدا ٿئي ٿو. سيني عابدن جون اميدون غيب ۽ عدم سان وابستہ آهن. ڪاشتڪار ۽ هاري جنهن ٻج خرچ ڪري پنهنجي ڪوٺي خالي ڪري ڇڏي آهي، اهو اِن پيداوار تي خوش آهي جيڪا في الحال معدوم آهي ۽ هو سمجهي ٿو تہ اها عدم مان وجود ۾ اچي ويندي. انهيءَ ڪري انسان کي گهرجي تہ جو ڪجهہ اُن جي لاءِ پرده غيب ۾ آهي هو اُن جو منتظر رهي تان تہ اهو سمجهي وٺي تہ نيڪيءَ مان يقيناً آرام ميسر ٿيندو. پرده غيب جي شين کي ظاهر ڪرڻ جي اجازت نہ آهي ورنہ آئون موجود پرستن کي غيب يعني آخرت پرست بنائي ڇڏيان ها. الله تعاليٰ جي ڪاريگري جو خزانو عدم آهي جنهن مان اهو عنايتون عطا ڪندو رهندو آهي.

## مثال موجوده عالم جو جيڪو بظاهر معدوم آهي ۽ معدوم عالم جيڪو بظاهر موجود آهي

*نيست را بنمود هست آں محتشم*

*هست را بنمود بر شکلِ عدم*

ترجمو: ”ان عزت ۽ جلال واري (الله) معدوم (غير موجود) کي موجود ڏيکاريو آهي ۽ موجود کي معدوم جي شڪل ۾ پيدا ڪيو آهي.“

دنيا حقيقت ۾ غيرموجود آهي پر موجود نظر اچي ٿي ۽ آخرت حقيقتاً موجود آهي پر غيرموجود نظر اچي ٿي. مولانا رومي انهيءَ ڳالهہ کي چند مثالن سان سمجهايو آهي سمنڊ ۽ هوا حقيقت ۾ موجود آهن جن کي غُبار ۽ گِجيءَ سان ڍڪيو ويو آهي ۽ غير واقعي شيون آهن تہ جيڪو معدوم آهي اهو نظر اچي رهيو آهي ۽ جيڪو موجود آهي اهو مخفي آهي. واچوڙو اُٿندو آهي مِٽي نظر ايندي آهي ۽ هوا نظر ڪونہ ايندي آهي. هوا نظر ڪونہ ٿي اچي، ان جو وجود هن لاءِ سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ مٽيءَ ۾ ازخود اُڏامڻ جي طاقت نہ آهي، پاڻيءَ جي سطح تي گِجي وهي رهي آهي. گِجي نظر اچي ٿي، پاڻيءَ جو وجود اِن ڪري سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ گِجي ازخود نٿي وهي سگهي. انسان جا فڪر پوشيده ۽ لِڪل آهن ۽ ان جي گفتگو جنهن جو وجود فڪرن جي وجود جو پرتوو آهي اهو ظاهر آهي. اهو ئي حال شوئنات ۽ وجودِ مطلق جو آهي ۽ وجودِ مطلق جو جيڪو حقيقت آهي اهو بظاهر غير موجود آهي ۽ شوئنات جيڪي حقيقتاً غير موجود آهن، اهي موجود نظر اچن ٿا. اسان معدوم کي موجود ۽ موجود کي معدوم سمجهيو آهي. اهو اسان جي اک جو قصور آهي جو اها غير موجود کي موجود ڏيکاري رهي آهي. جنهن اک ۾ ننڊ هجي اها محض خيال ۽ غير واقعي شين کي موجود ڏيکاريندي آهي ۽ غير واقعي شيون نظر ايندیون آهن. عالمِ شُهود جيڪو معدم آهي اهو نظر ايندو

آهي ۽ عالمِ غيب نگاهن کان پوشيده ٿي ويو آهي. اها الله تعاليٰ جي سحر آفريني آهي جو مُنڪر غير حقيقي شيءِ کي حقيقي سمجهڻ لڳندا آهن. دنيا ۾ اهڙا جادوگر بہ آهن جيڪي چنڊ جي روشنيءَ کي ڪپڙو بنائي وڪڻندا آهن. دنيا جي باري ۾ اسان جي بہ اها ئي حالت آهي جو اسين روشنيءَ کي ڪپڙو سمجهي رهيا آهيون. دنيادار جي عمر ان دوکي ۾ برباد ٿي ويندي آهي. عمر ختم ٿي ويندي آهي ۽ اهو ڪجھ حاصل ڪري ڪونہ سگهندو آهي. حضور ﷺ جن تي سوره قُلْ اَعُوْذُ جادو جي ازالي جي لاءِ نازل ٿي سئي. اهي جادوگرياڻيون ڳنڍيون ڏيئي انهن تي پڙهي پوءِ دم ڪنديون آهن. اهو اعوذ فقط زباني نہ هجي پر عمل بہ هجي. دنيا ۾ انسان جا ٽي ساٿي آهن 1. مال 2. مائٽ ۽ دوست 3. نيڪ عمل. انهن مان بہ مرڻ وقت ساٿ ڇڏي ويندا پر نيڪ عمل وفاداري ڪندا ۽ ساٿ ڏيندا. مرڻ وقت دوست فقط قبر تائين ساٿ ڏين ٿا ۽ واپس موٽن ٿا پر انسان جا عمل ان جو قبر ۾ بہ ساٿ ڏين ٿا.

**حضور ﷺ جن جي قول لَابُدَّ مِنْ قَرِيْنٍ يُّدفَنُ... جو تفسير**

حضور ﷺ جن فرمايو تہ هڪ ساٿي ضروري آهي جيڪو مون سان گڏ زنده دفن ٿيندو ۽ تون مُئل اُن سان گڏ دفن ٿيندين، پوءِ جيڪڏهن اهو شريف آهي تہ تنهنجي عزت ڪندو ۽ جيڪڏهن ڪميڻو آهي تہ توکي ڇڏي ڀڄندو ۽ اهو ساٿي تنهنجو عمل آهي، پوءِ جيتري قدر ممڪن هجي تہ ان جي اصلاح ڪري وٺ.

پس پیمبرؐ گفت بہر این طریق
باوفا تر از عمل نبود رفیق

ترجمو: ”پيغمبر ﷺ فرمايو آهي تہ هن رستي جي لاءِ ڪو ساٿي عمل کان وڌيڪ باوفا نہ آهي.“

انسان جو نيڪ عملن کان وڌيڪ بهتر ڪو سفر جو ساٿي نہ آهي. نيڪ عمل انسان جو يار بڻبو ۽ بدعمل ان جي لاءِ نانگ وِڇون بڻبا. عمل استاد ۽ هُنر کان سواءِ حاصل نٿو ٿئي. انهيءَ ڪري ڪنهن سچي سونهين جو پاند پڪڙ جيڪو تنهنجي رهنمائي ڪري. هر شيءِ جو پهريان علم حاصل ڪيو ويندو آهي پوءِ ان تي عمل ڪيو ويندو آهي. انسان جي ظاهري حيثيت ان جي باطني جوهر کي گهٽ نٿي ڪري. جڏهن لباس تي وڏائيءَ جو مدار نہ آهي تہ پوءِ تعليم حاصل ڪرڻ ۾ ذلت ۽ مسڪينيءَ جو لباس اختيار ڪرڻ گهرجي. ڪتابي علم زباني سيکاريو ويندو آهي. هنري علم عملي طور تي سيکاريو ويندو آهي. فقر فقط عارف ڪامل جي صحبت سان حاصل ٿيندو آهي. نہ زبان سان نہ عمل سان. انوارِ الاهي جو علم الله وارن جي دلين ۾ آهي، اهو دل سان حاصل ڪري سگهجي ٿو. زبان ۽ ڪتاب سان حاصل نٿو ڪري سگهجي. سالڪ جي دل ۾ توڙي جو ڪجھ اشارا آهن پر انهن اشارن جي سمجهڻ کان اڃان محروم آهي. جڏهن سالڪ جي لاءِ نورِ خداوندي انهن اشارن جي تشريح ڪندو آهي تڏهن الله جي طرفان اَلم نشرح واري بشارت ملندي آهي. قرآن ۾ حضور ﷺ جي لاءِ فرمايو ويو آهي، ”ڇا اسان تنهنجي لاءِ شرح صدر ڪونہ ڪيو.“(النشرح:1) يعني اسان اهو نورِ عنايت ڪيو آهي جنهن سان توهان رمزن ۽ اشارن کي سمجهي سگهو ٿا. الم نشرح ۾ حضور ﷺ کي فرمايو ويو آهي تہ اسان تنهنجي سيني ۾ اها استعداد رکي آهي. جنهن سان تون اهي راز سمجهي سگهين ٿو. هڪ عام انسان هي سمجهندو آهي تہ عُلوم ۽ اسرار ڪتاب ٻاهران حاصل ڪيا ويندا آهن، اهو غلط آهي. اهي عُلوم خود انسان جي دل ۽ روح ۾ موجود آهن. انسان جي دل هڪ جامع حقيقت آهي ان ۾ ذات ۽ صفات باري تعاليٰ جو مُشاهدو ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن ڪو ان ۾ مشاهدو نٿو ڪري تہ اهڙي شخص تي لايبصرون (يٰس:9) ”اهي نٿا ڏسن“ جو طعنو لڳندو جيڪو ڪافر جي باري ۾ آهي.

**آيت: وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَمَا كُنْتُمْ جو تفسير: "توهان سان گڏ آهي جتي به توهان هجو."**

*یک سبد پُرنان تُرا بر فرقِ سر*

*توہمی خواہی لبِ نان دربدر*

ترجمو: "مانين جي هڪ پريل ٽوڪري تنهنجي مٿي تي آهي ۽ تون مانيءَ ٽڪر لاءِ دربدر پنندو رهين ٿو."

ذاتِ حق هر انسان سان گڏ آهي پر پردو حائل آهي. توکي بس هاڻي ان جي مشاهدي جي طلب ڪرڻ گهرجي. دل ۾ مشاهدي جي ڪوشش ڪر دربدر ان کي ڳوليندو نه ڦر. الله تعاليٰ کي ٻاهر ڳولڻ واري جو هڪ مثال هي آهي ته مانين جو ٿال مٿي تي هجي ۽ اهو دربدر ماني پنندو وتي. ٻيو مثال هي آهي ته انسان خود پاڻيءَ ۾ بيٺو هجي ۽ ٻين کان پاڻي گهري. ٽيون مثال هي آهي ته انسان گهوڙي تي سوار هجي ۽ ان گهوڙي کي ڳولي. ماڻهو ان کان پُڇن ته تون ڪهڙي شيءِ تي سوار آهين ته ان کي چوٽو پوي ته گهوڙي تي، پر پوءِ به گهوڙي کي ڳوليندو وتي. ان گهوڙي سوار کي ماڻهو چون ٿا ته گهوڙو تنهنجي هيٺان موجود آهي. هو چوي ٿو هائو، پر مون کي گهوڙو نظر نٿو اچي. اهو گهوڙي جي تلاش ۾ مدهوش آهي ۽ گهوڙو ان جي اکيان موجود آهي. ان جو مثال ته اهو ئي آهي ته انسان وهندڙ پاڻيءَ ۾ بيٺو هجي ۽ ان کان بي خبر هجي. چوٿون مثال هي آهي ته موتي سمنڊ ۾ هجي ۽ پوءِ سمنڊ کي تلاش ڪري. جهڙي طرح موتيءَ جي لاءِ سِپ کي ڏسڻ ۾ سمنڊ رڪاوٽ آهي اهڙي طرح انسان جا وهم ۽ خيالات رڪاوٽ بنيا آهن. مطلوب کي ويجهو هوندي ان جو پُڇڻ ان مطلوب جو پردو آهي ۽ ان مطلوب جي سج جي چمڪ ان جي لاءِ ڪڪر بنجي ويندي آهي. ان جي غلط نظر خود ان جي اک جو پردو آهي. اک جيڪا آڙ کي هٽائڻ واري شيءِ هئي. اها آڙ بنجي وئي. اهڙي طلبگار جو ڪم خود ان کي ٻوڙو بنائي ڇڏيندو. گدلن خيالن واري انسان جي ڪا قيمت نه آهي. انسان کي پراگنده خيال نه رهڻ گهرجي.

**حضور صلي الله عليه وسلم جن جي قول: مَنْ جَعَلَ الْهُمُوْمَ هَمًّا وَّاحِدًا كَفَاهُ اللّٰهُ... جو تفسير**

"جنهن گهڻن غمن کي هڪ غم ڪيو، الله تعاليٰ ان جي سيني غمن لاءِ ڪافي ٿي ويو ۽ جنهن جا غم جدا جدا آهن. الله ان کان بي نياز آهي ته اهو ڪهڙي واديءَ ۾ تباهه ٿيو!"

*آب ہش را می کشد ہر بیخ و خار*

*آبِ ہوشت چون رسد سوئی ثمار*

ترجمو: "هر پاڙ ۽ ڪنڊو هوش جي پاڻيءَ کي چوسي رهيو آهي. تنهنجي هوش جو پاڻي ڦُلن تائين ڪيئن پهچي؟"

جيڪڏهن انسان دنياوي معاملن جي سوچ ويچار ۾ لڳو رهندو ته آخرت کان غافل ٿي ويندو. انسان دنيا جي فڪرن کان بچندو ته آخرت جي فڪر ۾ لڳندو. دنيا ۽ آخرت جي فڪر منجهان آخرت جو فڪر سُٺا ميوا آڻيندو. دنيا جي باغ کي فڪر جو پاڻي ڏيڻ درست نه آهي. انصاف هي آهي ته انسان ميون واري وڻ کي پاڻي ڏي ڪنڊن کي پاڻي نه ڏي. پلائي جي جاءِ تي پلائي ڪرڻ عدل آهي. ڪو ڪم بي موقع ڪرڻ ظلم آهي. الله تعاليٰ جي عطا ڪيل نعمتن مان روح انساني جي تربيت ڪرڻ گهرجي، نه کي روح حيوانيءَ جي. دنياوي پريشانين کي قالب (ڍانچي) تائين محدود رکو، قلب تائين پهچڻ نه ڏيو. روح حضرت عيسيٰ جهڙي شيءِ آهي ۽ جسم خَرِ عيسيٰ آهي. بوجهه گڏهه تي لڏڻ گهرجي نه کي عيسيٰ تي. اها بيوقوفي آهي ته عيسيٰ تي بوجهه لڏيو وڃي ۽ گڏهه باغ ۾ مزا وٺي. هر عمل جي هڪ جاءِ آهي. سرمو ڪن ۾ لڳائڻ بيوقوفي آهي.

جيڪڏهن تون مُجَسَّمِ روح ۽ قلب بنجي ويو آهين ته هاڻي مجاهدن جي تڪليف ڪٽڻ جي ضرورت نه آهي ۽

جيڪڏهن تون مُجَسّمِ جسم آهين تہ راحت طلبي ڇڏي مجاهدن جو زهر کاءُ. اها محنت ۽ مشقت جسم لاءِ مفيد آهي ۽ راحت طلبي نقصانڪار آهي. انسان جو جسم دوزخ جو ٻارڻ آهي، ان کي ختم ڪرڻ گهرجي ورنہ تنهنجو لقب بہ اهو آهي جيڪو ابولهب جي زال جو آهي. قرآن ان کي ”حَمَّالَةَ الْحَطَبِ ۝“ (اللهب:4) چيو آهي يعني دوزخ جو ٻارڻ ڪٺڻ وارو جسم. دوزخ جو ٻارڻ ۽ روح سدرت المنتهيٰ جي شاخ آهي. ٻنهي ۾ فرق ڪر. جسم جي شاخ دونهين ۽ باهہ جي پاڙ آهي ۽ روح جي شاخ عالمِ بالا جي شيءِ آهي. اهي ٻئي شاخون هڪ جهڙيون نظر اچن ٿيون. جنهن جو سبب اک جو غلط ڏسڻ آهي. دل جي اک سان ڏس تہ ٻنهي ۾ فرق نظر ايندو. انسان کي غلط بيني مان نڪرڻ جي بہ بهر صورت ڪوشش ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن پير نہ آهن تہ جسم کي ئي سرڪائڻ گهرجي. برائي کان هر صورت ۾ بچڻ مفيد آهي.

**هڪ رباعيءَ جي معنيٰ**

گر راهروی راه برت بکشایند
ورنیست شوی بهستیت بگرایند

ترجمو: ”جيڪڏهن تون راهہ (طريقت) تي هلندين تہ تنهنجي لاءِ رستو کوليندا سين. جيڪڏهن تون فنا ٿي ويندين تہ توکي بقا ڏانهن مائل ڪنداسين.“

جڏهن انسان راهہ طريقت ۾ ڪوشش ڪندو آهي تڏهن الله تعاليٰ رستو ڏيکاريندو آهي. جيڪڏهن ڪو فنا اختيار ڪندو آهي تہ ان کي بقا نصيب ٿيندي آهي. انسان جيتري قدر ڪسرنفسي اختيار ڪري ٿو اوتري قدر ان کي بُلندي نصيب ٿيندي آهي.

حضرت يوسف عليه السلام زنا کان بچڻ جي ڪوشش ڪئي تہ زليخا جا بند ڪيل دروازا بہ کلي ويا ۽ حضرت يوسف عليه السلام زليخا جي قندي مان بچي نڪري ويو. دنيا مان بچي نڪرڻ جي لاءِ جيتوڻيڪ دروازو نظر نٿو اچي پر جڏهن انسان ڪوشش ڪندو آهي تہ رستو نڪري ايندو آهي ۽ لامڪان جو رستو حاصل ڪري وٺندو آهي. انسان عالمِ بالا مان جنهن رستي تان آيو آهي اهو بہ نظرن کان غائب آهي، اهڙي طرح اهو غائب رستي سان عالمِ بالا تائين وڃي سگهي ٿو. انسان عالمِ بالامان آيو آهي ۽ ان کي اچڻ جو رستو معلوم نہ آهي. رستو نظر نہ اچڻ جي ڪري ان رستي جو انڪار نہ ڪر، ان ئي رستي تان واپس وڃڻو آهي. انسان خواب ۾ رستي ڄاڻڻ کان سواءِ هلندو آهي. انسان کي حسي اک کي بند ڪري پاڻ کي خدا جي حوالي ڪرڻ گهرجي، تڏهن اهو عالمِ بالا جو مشاهدو ڪري سگهندو. تون دنيا کان اکيون بند نہ ڪري سگهندين ڇاڪاڻ تہ سوين لالچن سان مست نظرن تنهنجي نظر بندي ڪري ڇڏي آهي ۽ تون دين جي سونهري شين کي ڏسي رهيو آهين. تون هر وقت پنهنجي سرداري ۽ وڏائيءَ جي خيال سان پنهنجي معتقدن جو منتظر بنيل آهين. توکي سُتي بہ اهي خيال اهڙي طرح نظر اچن ٿا جيئن ڇٻ کي خواب ۾ ويرانو نظر ايندو آهي. تون پنهنجي خريدارن جو منتظر رهين ٿو پر تو وٽ ڪين وکرو ڪرڻ لاءِ ڪا شيءِ نہ آهي. جيڪڏهن تو وٽ ڪجهہ هجي ها تہ خريدارن جو منتظر ڪونہ ٿئين ها. عوام ۾ مقبوليت ۽ عوام کي گرويده ڪرڻ جي اهو ئي شخص ڪوشش ڪندو آهي جيڪو خالي هوندو آهي. ايندڙ قصي مان اهو ئي ٻڌائڻ مقصود آهي.

**ان شخص جو قصو جنهن پيغمبريءَ جي دعويٰ ڪئي**

آں یکے می گفت من پیغمبرم
وز ہمہ پیغمبراں فاضل ترم

ترجمو: ”هڪ شخص چوندو هو تہ آئون پيغمبر آهيان ۽ آئون سيني پيغمبرن کان مٿيرو آهيان.“

اهو مسخرو هو جنهن بُک کان مجبور ٿي ڪري نبوت جي دعويٰ ڪئي هئي تان ته اُن جي ذريعي ڪجهه ڪمائي وٺي. اهو پنهنجي گفتگو ۾ اهڙا جملا استعمال ڪندو هو جن جون ٻه معنائون ٿي سگهنديون هيون. هڪ معنيٰ نبوت جي دعويٰ سان ٺهڪندي هئي پر ٻي معنيٰ جو نبوت سان ڪو تعلق ڪونه هوندو هو. دنيا جي هر شيءِ ڪو پيغام ڏيندي آهي. هي انسان آهي انهيءَ ڪري سڄي ڪائنات کان افضل آهي ۽ ان جي هيءَ به معنيٰ آهي ته آئون پيغمبر آهيان ۽ دنيا جي سيني پيغمبرن کان افضل آهيان. ماڻهو اُن وٽ ماڪوڙين وانگر مڙي ويا. ان مسخري پنهنجي رسول هجڻ جو مطلب هيءُ ٻڌايو هو ته اهو الله وٽان دنيا ۾ آيو آهي ۽ اُن کي الله تعاليٰ مُلڪِ عدم مان دنيا ۾ موڪليو آهي. ماڻهن چيو جيڪڏهن رسول جو مطلب اهو آهي ته اسين سڀ پڻ مُلڪِ عدم مان دنيا ۾ آيا آهيون، انهي ڪري اسين سڀ رسول آهيون، تنهنجي ڪهڙي خصوصيت آهي؟ اُن مسخري ڪين جواب ڏنو ته بيشڪ توهان به ملڪ عدم مان آيا آهيو پر اهڙي انڌائپ سان آيا آهيو جو نه توهان کي رستي جو پتو پوي ٿو ۽ نه منزل جو. مسخري چيو: توهان سُتل ٻار وانگر ملڪِ عدم مان رستو طئي ڪري دنيا ۾ آيا آهيو، آئون ملڪِ عدم مان بيداريءَ جي حالت ۾ دنيا ۾ آيو آهيان. ماڻهن بادشاهه کي ڪيس سزا ڏيڻ جي لاءِ چيو. بادشاهه ڏٺو ته هو تمام ڪمزور آهي. بادشاهه چيو ته اهو تمام ڪمزور آهي، سزا کي برداشت ڪري نه سگهندو تنهن ڪري سزا جي بدران هن کي سمجهايو وڃي ڇاڪاڻ ته هتي سختي ڪم ڪونه ڏيندي نرمي اختيار ڪجي. مُرلي وڄائڻ سان نانگ سوراخ مان ٻاهر نڪري ايندو آهي. بادشاهه اڪيلائيءَ ۾ اُن کان پڇيو: ڪٿي جو رهاڪو آهين ۽ ڪهڙو ڪم ڪندو آهين؟ هُن جواب ڏنو ته دارالسلام مان دارالملام ۾ آيو آهيان. دارالسلام جو مطلب سلامتي جو گهر آهي ۽ دارالملام جو مطلب ملامت جو گهر آهي. آئون چنڊ وانگر آهيان اُنهي ڪري نه منهنجو ڪو گهر مقرر آهي ۽ نه ڪو ساٿي آهي. بادشاهه تفريحاً اُن کي چيو ته تو ڇا کاڌو آهي ۽ ناشتي جي لاءِ تو وٽ ڇا آهي؟ هُن جواب ڏنو ته جيڪڏهن ڪجهه هجي ها ته آئون پيغمبري جي دعويٰ ڇو ڪريان ها؟ هنن ماڻهن ۾ منهنجي پيغمبري جي دعويٰ اهڙو ئي مشڪل ڪم آهي جيئن ڪو ماڻهو جبل ۾ دل جي تلاش ڪري. جبل ۽ پٿر جي دل ڪو ماڻهو تلاش نٿو ڪري، نه اُن کان ڪي اميد ڪري ٿو ته اُهو باريڪ ۽ مشڪل نڪتو سمجهندو. جبل کي جيڪي ڪجهه توهان چوندا ته اهو پڙاڏو بنجي توهان تي چٽرون ڪندو. اهو ئي حال هن قوم جو آهي جو خدا جي پيغام سان انهن کي ڪا مناسبت نه آهي. ها جيڪڏهن انهن وٽ ڪنهن حسين عورت جو پيغام آڻيو ته سڀ ڪجهه قربان ڪري ڇڏيندا. جيڪڏهن انهن کي خدا ڏانهن سڏيو ته انهن کي ناگوار لڳي ٿو. اهو پيغام ڏيو ته دنيا فاني کان آخرت ڏانهن رجوع ڪيو ته اهي ماڻهو ان پيغام تي نبي جا دشمن بنجي وڃن ٿا. اهي ماڻهو الله جي پيغام کي جيڪو رد ڪن ٿا اهو ڪنهن حماقت ۽ بيوقوفي ۾ نٿا ڪن پر انهن کي هن فاني دنيا سان دلچسپي آهي انهيءَ ڪري رد ڪن ٿا ۽ انهن کي مِٺو پيغام ڪڙو لڳي ٿو ۽ انهن جو مثال اُن گڏهه جهڙو آهي جنهن جو ذڪر اڳتي اچي رهيو آهي.

**آب حيات ڏانهن رهنمائي**

خرقهء بر ريش خر چسپيد سخت

چونکه خواهی بر کنی زو لخت لخت

ترجمو: ”پٽي گڏهه جي زخم تي قابو چنبڙيل آهي، جڏهن تون اُن کي ٽڪرا ٽڪرا لاهيندين...“

تڏهن اهو گڏهه تڪليف جي ڪري لتون هڻندو. خوش نصيب آهي اهو شخص جيڪو اُن کان بچي ويو. زخمي گڏهه جي زخم کي ڌوئڻ لاءِ جيڪڏهن ڪو شخص اُن جي پٽي اُکيڙي ٿو ته گڏهه لتون هڻي ٿو. خاص طور تي جڏهن زخم خراب هجي ۽ پٽي اُن تي چنبڙي وئي هجي تڏهن گڏهه وڌيڪ لتون هڻندو آهي. انهن دنيا وارن جو حرص انهن جا زخم آهن ۽ گهر ٻار انهن زخمن جون پٽيون آهن. ڇپ جي رهڻ جي جاءِ ويرانو آهي. جيڪڏهن اُن کي ڪو بغداد ۽

طرابلس شهرن جون خوبيون ٻڌائيندؤ ته اها ڪڏهن به ٻڌڻ جي لاءِ تيار نه ٿيندي. جيڪڏهن ڪو الله جو پيغمبر ماڻهن کي الله جون ڳالهيون ٻڌائي ٿو ته اهي دنيادار اُن تي چڙون ڪن ٿا. دنيادار پيغمبر جي ڳالهين تي چون ٿا ته اهي پُراڻيون ڪهاڻيون آهن حالانڪ اهي خود پراڻا آهن، ورنه اهي ڳالهيون ته پراڻي کي به نئون بنائينديون آهن. جن ماڻهن جون دليون مُرده ٿي چُڪيون آهن اُهي ڳالهيون انهن کي نئين زندگي بخشينديون آهن، عقل جو تاج ۽ ايمان جو نور عطا ڪنديون آهن. ان دلربا جي انهن ڳالهين ڪان دل نه چوراءِ! هو تنهنجي سرڪش نفس کي واڳ وجهندو. اهو وقت جو پيغمبر توکي تاج پهرائيندو. تنهنجي دل جون ڳنڍيون کوليندو پر انهن ڳالهين جي ٻڌڻ وارا ڪٿي آهن؟ آبحياتِ جا طالب گم آهن! عشق ۾ جيڪڏهن هڪ ذلت برداشت ڪرڻي پوي ته تون ان کي ڇڏي پڇين ٿو. تو فقط عشق جو نالو ٻُڌو آهي اُن جي حقيقت ڪان واقف نه آهين. عشق ڏاڍو مُتڪبر ۽ ناز مان پريل آهي، گهٽين مُصيبتن سان هٿ ايندو آهي. عشق وفادار آهي اهو وفادار کي ئي حاصل ٿيندو آهي. اهو بيوفا ڏانهن نظر ڪري به نٿو ڏسي. انسانيت جو اصل ۽ بنياد وفاداري آهي ۽ وڻ جي پاڙن جي حفاظت ضروري آهي. جنهن شخص ۾ وفاداري نه هجي اهو ان وڻ وانگر آهي جيڪو پاڙ سڙي وڃڻ جي ڪري ميون ڪان محروم ٿي ويو هجي. جنهن وڻ جي پاڙ سڙي ويئي هجي، ان جي پنن جي ساوڪ مفيد نه آهي. جيڪڏهن پاڙ صحيح آهي ته پنن جي ڇڻڻ سان ڪو نقصان ڪونه ٿيندو آهي. پن وري ٿي ويندا. ڪنهن انسان جي علم مان دوکو نه کائڻ گهرجي. هي ڏسڻ گهرجي ته ان ۾ وفاداريءَ جو مادو آهي يا نه. وفاداري انسان جو جوهر آهي.

**نيڪين ڪان محروم شخص جو ٻين جون ڀلايون ڏسي حسد جي باهه ۾ سڙڻ**

وافیاں را چوں بہ بینی کردہ سُود
تو چو شیطانی شوی آنجا حسُود

ترجمو: ”جڏهن تون وفادارن کي فائدي مند ڏسين ٿو ته شيطان وانگر حاسد بنجي وڃين ٿو.“

ناڪام انسان بامُراد انسانن تي شيطان وانگر حسد ڪندو آهي. جنهن شخص جي طبيعت بيمار هجي اهو ڪنهن کي تندرست ڏسڻ نٿو چاهي. جيڪڏهن انسان ان شيطاني صفت ڪان بچڻ چاهي ته پاڻ کي ڪامياب بنائي. جڏهن انسان وفاداري ڪان خالي آهي ته اُن کي خاموش رهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته ان صورت ۾ ان جي دعويٰ ۾ ٻه بُرايون ٿينديون: هڪ بي وفائي، ٻيو ڪوڙ ڳالهائڻ. انسان جون گهٽيون ڳالهيون عام طور تي تڪبّر ۽ وڏائي تي مبني هونديون آهن. جيستائين ڳالهه سيني ۾ آهي اها روح جو جوهر آهي، اُن کي خرچ ڪرڻ نه گهرجي. ڳالهه ڪرڻ سان روح جو جوهر خرچ ٿئي ٿو ته اُن کي خرچ نه ڪرڻ گهرجي. اصل خيال مغز آهي ۽ ان جي تعبير جا الفاظ کَل آهن. جيتري قدر کل گهٽ هوندي ڳرُ وڌندو. اخروٽ ۽ بادام ۽ پستہ کي ڏسو. انهن جي جيڪڏهن کل ٿلهي آهي ته ڳر گهٽ نڪرندو. گنهگار شيطان صفت حاسد بڻجي ويندو آهي.

جڏهن انسان عهد الست يا فرضن جي عهد ۾ وفاداري ڏيکاريندو آهي ته پوءِ خدا ان جي عهد جي نگهباني فرمائيندو آهي ۽ عهد شڪني کان بچائيندو رهندو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته: فَاذْكُرُونِي أَذْكُرْكُمْ وَاشْكُرُوا لِي وَلَا تَكْفُرُونِ (البقره:152) ”توهان مون کي ياد ڪريو آئون توهان کي ياد ڪندس ۽ منهنجو شڪر ادا ڪريو ۽ ڪفر نه ڪريو.“ قرآن پاڪ ۾ آهي ته: أَوْفُوا بِعَهْدِي أُوفِ بِعَهْدِكُمْ (البقره:40) ”توهان منهنجي واعدي جي وفا ڪريو، آئون توهان جي واعدي جي وفا ڪندس.“ اسين جيڪو الله تعاليٰ سان واعدو ڪريون ٿا يا ان کي قرض ڏيون ٿا ان ۾ اسان جو ئي فائدو آهي. ان جو مثال هي آهي ته اسين زمين ۾ جيڪو داڻو پوکيون ٿا، ان مان زمين کي فائدو نه آهي، فائدو اسان جو آهي. داڻي پوکڻ ۾ هي اشارو آهي ته اي الله! تو جهڙي طرح هن داڻي کي عدم مان موجود فرمايو، مون کي به

اهڙي قسم جو اناج عطا فرماءِ. داڻي پوکڻ وارو هي چوندو آهي تہ مون جيڪا تنهنجي نعمت کاڌي اها ان قسم جي هئي. اها نعمت مون کي اجا بہ ڏي. عمل کان خالي دعا خراب ٻج آهي. ان مان وڻ ڪونہ ڦٽندا، ان جي ڪري دعا سان گڏ عمل بہ ضروري آهي. حضرت مريم ڪجور جي ڪکڙي ڪونہ پوکي هئي پر ان کي درد هو. ڪکڙيءَ مان وڻ ڦٽو. الله جي واعدي کي پورو ڪرڻ واري جماعت سڀ کان افضل آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام تابوت ۾ دريا ۾ رهندي ۽ حضرت يونس عليه السلام مڇيءَ جي پيٽ ۾ دريا ۾ رهندي پرورش حاصل ڪئي. مُختلف جاين تي ٻُڌايو ويو آهي تہ باهہ، پاڻي، هوا ۽ مٽيءَ نبين جي مدد ڪئي. معجزا خالي ماڻهن کي ڏيکارڻ جي لاءِ ڏنا ويندا آهن، بي باطني ڪرامتون جيڪي عوام جي نگاهن کان مخفي هونديون آهن اهي اصل آهن ۽ اهي دمبدم وڌنديون رهنديون آهن جيئن استقامت في الدين ۽ اتباعِ سنت وغيره.

دعا

اے دهنده قوت و تمکین و ثبات
خلق را زیں بی ثباتی ده نجات

ترجمو: ”اي روزي ۽ استقلال ۽ پائيداري عنايت ڪرڻ وارا! مخلوق کي ناپائيداري کان نجات ڏي.“

جيئن تہ اڳ ۾ وفاداري ۽ عهد جي پابندي جو ذڪر آيو هو، هاڻي مولانا ان لاءِ دعا شروع ڪئي آهي تہ جن ڪمن ۾ استقلال ۽ پائيداري ضروري آهي انهن ۾ ان کان مُنحرف ٿيڻ واري نفس کي پائيداري عطا ڪر!

ساهميءَ جو پُڙ يعني ان تارازيءَ جو پُڙ جيڪو قيامت ۾ عملن کي تورڻ جي لاءِ قائم ڪيو ويندو. ان کي اسان جي لاءِ ڳرو ڪر! اي ڪريم، حسد کان بچاءِ. حسد جي ڪري انسانِ شيطاني صفت سان مُتّصف ٿي ويندو آهي. حسد عام طور تي اهڙين شين تي ٿيندو آهي جيڪي خود فاني آهن. بادشاهہ رشتيدارن کي حسد جي ڪري قتل ڪرائيندا آهن. فاني ۽ بشريت جي لوازمن سان پُر معشوقن جي عشق ۾ عاشق هڪٻئي کي قتل ڪرائي ڇڏائيندا آهن. خسرو، شيرين جي عاشق فرهاد کي مارايو. ان حسد جي نتيجي ۾ عاشق بہ فنا ٿيو ۽ معشوق بہ هميشہ زنده نہ رهيو. عشق هجي تہ ذاتِ الاهي سان، جيڪا هميشہ باقي رهڻ واري آهي. عاشق فاني معشوق کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي. فاني کي فاني تي عاشق بنائيندو آهي. اهو عاشق جيڪو پنهنجو پاڻ کي ٻي دل چوندو آهي، ان جي دل ۾ حسد ڪُرُ ڪٽندو آهي. عورتن ۾ شفقت جو مادو زياده هوندو آهي پر اهي بہ حسد ۾ مبتلا آهن. هڪ ڀاڄ ٻي ڀاڄ کي ڪائي ويندي آهي. جڏهن عورت جو حال اهو آهي تڏهن سنگدل مردن جي احوال جو اندازو لڳايو. مشهور آهي تہ جن کي منتر جي ذريعي بوتل ۾ قيد ڪيو ويندو آهي. شريعت بہ قاتل تي شاهدن وغيره جي حُجت قائم ڪري ان کي قابو ڪندي آهي. جيڪڏهن مدعي وٽ شاهد هجن تہ ثبوت جي لاءِ ان کان شاهد گهريا ويندا آهن ورنہ مُدَّعي عليه کان قسم ورتو ويندو آهي ۽ ان جي قَسم ۽ قَسم کان انڪار تي، فيصلو ڪيو ويندو آهي. ڏرين کي مطمئن ڪرڻ جو اهو طريقو اهڙو آهي جيئن ساهمي ڏرين کي مطمئن ڪندي آهي. اهو شرعي فيصلو ڏرين جي لاءِ اهڙي طرح باعث اطمينان هوندو آهي جهڙي طرح شيءِ کي ماپي يا توري فيصلو ڪرڻ باعثِ اطمينان هوندو آهي. جڏهن دنيا جي ناپائيدار شين ۾ حسد ۽ رشڪ جو اهو حال آهي تہ اُخروي نعمتن ۾ حسد ۽ رشڪ جو اندازو خود لڳايو. شيطان تہ حاسد هوندو آهي. انسان بہ حسد ڪري شيطان بنجي ويندو آهي. قرآن ۾ شيطان جا ٻہ قسم ٻڌايا ويا آهن: هڪ جن ٻيو اِنُس. جِن شيطان جڏهن ڪنهن معاملي ۾ خود عاجز ٿي ويندو آهي تہ پوءِ انسانن مان شيطانن کي پنهنجي مدد جي لاءِ سڏيندو آهي. شيطان مايوس ٿي انساني شيطانن کي چوندو آهي تہ توهان ٿوري مدد ڪريو. جيڪڏهن ڪو ڪنهن کي گمراهہ ڪندو آهي تہ جن ۽ انساني شيطان ان تي خوشي ملهائيندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن کان نيڪي صادر ٿيندي آهي تہ ٻئي رنجيده ٿيندا آهن. ٻنهين قسمن جا شيطان نيڪي ڪرڻ واري تي ڪاوڙيا آهن.

## نبوت جي دعويدار کان بادشاهہ جو پڇاڻو

بادشاهہ ان مسخري کان پڇيو تہ وحيءَ مان صاحب وحي ۾ ٻين کي ڪهڙو فائدو آهي؟

شاہ پرسیدش کہ باری وحی چیست

یا چہ حاصل دارد آنکس کو نبی ست

ترجمو: ”بادشاهہ ان کان پڇيو تہ هاڻي تنهنجي وحيءَ مان ڪهڙو فائدو آهي؟ يا جيڪو نبي آهي اُن کي ڇا ملندو آهي؟“

نبي مڃڻ وارن کي ڪهڙي بلندي حاصل ٿئي ٿي؟ مسخري چيو: توهان اهو ٻڌايو تہ اهو ڪهڙو فائدو آهي جيڪو صاحب وحي کي حاصل نٿو ٿئي. اُن مسخري چيو تہ مون مڃيو تہ منهنجو وحي اهو وحي نہ آهي جيڪو ڪنهن وڏي نبيءَ تي آيو هجي پر ماکيءَ جي مک کي جيڪو وحي آيو هو اُن کان تہ گهٽ درجي جو وحي نہ آهي. وحي جون ٻہ معنائون آهن. هڪ تہ اهو ڪلام خداوندي جيڪو ڪنهن ملائڪ جي ذريعي ڪنهن نبيءَ تي نازل ٿئي، ٻي معنيٰ اشاري ۽ دل ۾ ڪنهن ڳالهہ جي اچڻ واري آهي. مسخري ٻي معنيٰ مراد ورتي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ: وَاَوْحٰى رَبُّكَ اِلَى النَّحْلِ اَنِ اتَّخِذِيْ مِنَ الْجِبَالِ بُيُوْتًا وَّمِنَ الشَّجَرِ وَمِمَّا يَعْرِشُوْنَ ﴿٦٨﴾ (النحل:68) ”۽ تنهنجي رب ماکيءَ جي مکين کي وحي ڪيو تہ جبلن مان ۽ وڻن مان ۽ انهن سيني شين مان جن مان اهي ڇپرا بنائيندا آهن گهر ٺاهن.“ ماکيءَ جي مکين الله تعاليٰ جي وحي جي ذريعي ئي دنيا کي ماکي ۽ ميڻ عطا ڪئي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِيْٓ اٰدَمَ (بني اسرائيل:70) ”بيشڪ اسان انسان کي وڏائي بخشي آهي.“ ان جي وڏائي ماکيءَ جي مکين کان ڪيئن گهٽ ٿيندي؟

قرآن پاڪ ۾ حضور ﷺ کي خطاب ڪري فرمايو ويو آهي تہ اِنَّآ اَعْطَيْنٰكَ الْكَوْثَرَ ﴿١﴾ (الكوثر:1) ”بيشڪ اسان توکي ڪوثر عطا ڪيو آهي“ ڪوثر جنت ۾ هڪ حوض آهي. هتي اُن مان حضور ﷺ جا ظاهري ۽ باطني فيوض مراد آهن. شايد تون فرعون صفت آهين جو تنهنجي لاءِ ڪوثر، ڪوثر ڪونہ رهيو، جيئن فرعون جي لاءِ درياءِ نيل جو پاڻي پاڻي ڪونہ رهيو هو پر رتُ بنجي ويو هو. جيڪو انسان حضور ﷺ جي ان ڪوثر مان سيراب ڪونہ ٿيو اُن کان هر شخص کي بيزار رهڻ گهرجي. جنهن شخص حضور ﷺ جي ڪوثر مان سيرابي حاصل ڪئي آهي، توهان اُن جي عادت اختيار ڪريو. حديث شريف ۾ آهي تہ اَحَبَّ لِلّٰهِ فَقَدْ اسْتَكْمَلَ الْاِيْمَانُ ”جنهن شخص الله جي لاءِ محبت ڪئي اُن ايمان مڪمل ڪيو.“ جيڪو شخص ڪوثر نبوي مان مستفيد نہ آهي، اهو ابوجهل ۽ ابولهب صفت آهي ان کان پري رهڻ گهرجي چاهي اهو ڪيترو ئي قريبي رشتيدار ڇونہ هجي. حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجي ڪافر پيءُ آزر کان بيزار ٿي ويو هو. جڏهن تون الله جي لاءِ ڪنهن کان ناراض ٿيندين تڏهن عشق ۾ سچو ثابت ٿيندين. ”لا“ مان غيرالله جي نفي ۽ ”الاالله“ مان الله جو اقرار مراد آهي. مومن ۾ جڏهن ٻئي ڳالهيون پيدا ٿينديون آهن تڏهن اهو سڌي رستي تي سمجهيو ويندو آهي.

## تابعدار عاشق طرفان خدمتون آڇڻ جي موٽ ۾ معشوق جو جواب

عاشق هر موڙ تي وفا جي دعويٰ ڪندي چيو تہ آءٌ هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. ان لاءِ چاهي حضرت ابراهيم عليه السلام وانگر باهہ ۾ ويٺو هجي، چاهي حضرت يونس عليه السلام وانگر مڇيءَ وات ۾ ويٺو هجي، چاهي حضرت جرجيس عليه السلام وانگر ستر دفعا قتل ٿيڻو هجي، چاهي حضرت شعيب عليه السلام وانگر نابين ٿيڻو پوي! انبيائن جي جانبازي ۽ وفاداري جو تہ ڳاڻيٽو ئي نہ آهي.

هن قصي مان هي ٻڌائڻ مقصود آهي تہ عاشق کي معشوق کان سواءِ هر شيءِ مان هٿ ڪڍڻ گهرجي. خليل الله حضرت ابراهيم عليه السلام عشق خداوندي جي ڪري نمرود جي باهہ ۾ ويو هو. حضرت يونس عليه السلام عشق جي ڪري مڇيءَ

جي پيٽ ۾ رهيو. حضرت جرجيس عليه السلام کي بار بار قوم شهيد ڪيو هو. حضرت شعيب عليه السلام عشقِ خداوندي ۾ روئندي روئندي نابين ٿي ويو هو.

آں یکے عاشق بہ پیشِ یارِ خود
می شُمرد از خدمت و از کارِ خود

ترجمو: ”هڪ عاشق معشوق جي اڳيان پنهنجو ڪم ۽ خدمت ڳڻائي رهيو هو...“

مون تنهنجي لاءِ تير ۽ ڀالا برداشت ڪيا، مال وڃايم، طاقت وڃايم، پنهنجو نالو وڃايم، تنهنجي عشق ۾ گهڻيون شيون وڃايم. ڪنهن مون کي ڪلندي يا سمهندي ڪونه ڏٺو. مطلب ته عاشق جيڪي به تڪليفون برداشت ڪيون هيون سڀ ٻڌايائين. پنهنجون تڪليفون احسان جتائڻ جي لاءِ ڪونه ڳڻي رهيو هو پر پنهنجي محبت جو ثبوت پيش ڪري رهيو هو. عقلمندن جي لاءِ اشارو ڪافي هوندو آهي پر عاشق جو مزاج تفصيل پسند آهي. عاشق پنهنجي شڪايت تڪرار سان بيان ڪندو آهي مڇي پاڻي ۾ ٿُبي هٽي پوءِ مطمئن ٿيندي آهي. هن عاشق پنهنجي درد جون سوين ڳالهيون معشوق کي ٻُڌايون جن مان مون هڪ به پوري بيان نه ڪئي آهي. ان عاشق کي جڻ باهه لڳل هئي جنهن جي حقيقت کي هو سمجهي نه سگهندو هو پر ان جي گرمي شمع وانگر ڳوڙها ڳاڙي رهي هئي. عاشق چيو ته آئون اهي مصيبتون ته برداشت ڪري رهيو آهيان، هاڻي جيڪو حڪم هجي ان جي لاءِ آئون تيار آهيان. جيڪڏهن حڪم هجي ته حضرت ابراهيم عليه السلام وانگر باهه ۾ ٽپي پوان. تون چاهين ته حضرت يحيٰ عليه السلام وانگر مون کي قتل ڪري ڇڏ. جيڪڏهن تون حضرت عيسيٰ عليه السلام وانگر فقير بنائين ته به حاضر آهيان. آئون تنهنجي ڪنهن حڪم کان مُنهن ڪونه موڙيندس. معشوق عاشق جون سڀ تڪليفون ٻڌي ڪري چيو ته تو اهو سڀ ڪجهه ڪيو پر جيڪا عشق جي اصل تقاضا آهي اها ڪونه پوري ڪئي. عاشق چيو ته اها ڪهڙي آهي؟ معشوق جواب ڏنو ته اهو پنهنجو پاڻ کي فنا ڪرڻ آهي. عاشق معشوق جون اهي سڀ ڳالهيون ٻڌي. هڪ ٽڏو ساهه ڀريو ۽ جان قربان ڪري ڇڏيائين. اُن عاشق جي موت جي وقت جي مُرڪ ابدي آهي. عارف جي روح جو مثال چنڊ جي روشني وانگر آهي. چنڊ جي روشني چاهي گندگي تي پوي ته به پاڪ رهندي آهي. اهوئي، حال عارف جي روح جو آهي. چنڊ جي روشني بهر صورت پاڪ چنڊ ڏانهن موٽي ويندي آهي. اهڙي طرح عارف جو روح پاڪ صاف رهي خدا ڏانهن واپس موٽي ويندو آهي. چنڊ، پليديءَ جو ڪو اثر قبول نٿو ڪري. عارف جو روح نفسِ مُطمئنه آهي جنهن جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ آهي ته يٰاَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ارْجِعِيْٓ اِلٰى رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً (الفجر:27-28) ”اي نفس مُطمئنه تون راضي ۽ پسنديده ٿي ڪري پنهنجي رب ڏانهن موٽي وڃ.“ اُن عارف جي روح تي دنيا جي سُٺي خراب جو ڪو اثر نٿو رهي. عارف جي روح جي واپسيءَ جو هيو تعبير هي آهي ته اڪ جي روشني اڪ ۾ واپس اچي ويندي آهي ۽ ڏسڻ واري جي نگاهه ۾ اهو جهنگ ڪونه رهندو آهي پر فقط دماغ ۾ ان جو تصوّر رهجي ويندو آهي، هاڻي اکين ۾ ان شيءِ جو فقط انتظار رهجي ويندو آهي ۽ اهو ويرانو نظرن کان غائب رهجي ويندو آهي.

**نماز ۾ روئڻ بابت هڪ شخص جو عارف ڪامل کان سوال**

ڪنهن شخص هڪ عارف، عالم کان پُڇيو ته جيڪڏهن ڪو شخص نماز ۾ اوچنگارون ڏيئي روئي ته ان جي نماز باطل ٿيندي يا نه؟ عالم سڳوري جواب ڏنو ته ان جو دارومدار هِن تي آهي ته روئڻ واري ڇا ڏٺو آهي؟ جيڪڏهن اُن الله تعاليٰ جو شوق ڏٺو آهي ۽ اهو روئي ٿو يا گناهه جي پشيمانيءَ مان روئي ٿو ته نماز خراب نه ٿيندي، پر وڌيڪ ڪمال حاصل ڪندي ۽ جيڪڏهن اُن جسماني تڪليف يا اولاد جي جُدائي ڏٺي آهي ته ان جي نماز خراب ٿي ويندي ڇاڪاڻ ته اصل نماز حضرت ابراهيم عليه السلام وانگر جسم ۽ اولاد جو ترڪ ڪرڻ آهي، ڇاڪاڻ ته هو نماز جي تڪميل

جي لاءِ پُٽ کي قربان ڪري رهيو هو ۽ جسم کي نمرود جي باهہ جي حوالي ڪري رهيو هو ۽ حضور ﷺ کي انهن خصلتن جو حڪم آهي تہ تابعداري ڪريو ۽ تابعداري ڪر ابراهيم عليه السلام جي ملت جي جيڪا حنيفيہ آهي. (النحل:23) "بيشڪ توهان جي لاءِ ابراهيم عليه السلام جي تابعداري ۾ سُٺو نمونو آهي." (الممتحنہ:4)

جيئن تہ مولانا پهرين شعر ۾ اک جي روشنيءَ جو بيان ڪيو هو، هاڻي اک جي متعلق هڪ ٻيو نُڪتو سمجهائي ٿو.

آں یکے پرسید از مفتی براز
گر کسی گر آید بنوحہ در نماز

ترجمو: "هڪ شخص آهستگيءَ سان مفتيءَ کان پُڇيو تہ جيڪڏهن ڪو نماز ۾ اوچنگار ڏيئي روئي، تہ ان جي نماز باطل ٿيندي يا نہ؟"

اهو مسئلو پُڇيائين تہ جيڪڏهن ڪو نماز ۾ روئي ۽ آهون دانهون ڪري تہ نماز فاسد ٿيندي يا نہ؟ جواب جو خلاصو هي آهي تہ گِريہ کي آبِ ديده چوندا آهن يعني ڏِٺل جو پاڻي. هاڻي اها تحقيق ڪئي وڃي تہ اُن ڇا ڏٺو آهي جنهن جي ڪري اهو اک جو پاڻي وهيو آهي. جيڪڏهن اُن خدا جو خوف ۽ شوق ڏٺو آهي ۽ گريہ ٿيو اٿس تہ اهو نماز جو ڪمال آهي ۽ جيڪڏهن اُن بيماري يا پُٽ جي جدائي ڏٺي آهي ۽ اُن جي ڪري اکين مان اهو پاڻي وهيو اٿس تہ نماز خراب ٿي ويندي. جيڪڏهن روئڻ جو سبب ڪا بدني تڪليف يا رنج آهي تہ سڀ ڪجهہ ضايع ٿي ويو ڇاڪاڻ تہ ان حالت ۾ سندس دل غير الله سان وابستہ آهي. ان روئڻ سان نماز بہ ٽٽي ۽ ان ڪي ڪو فائدو بہ نہ ٿيو. نماز جو اصل هيءَ آهي تہ انسان ان ۾ غير الله کان بلڪل غافل ٿي وڃي. حضرت ابراهيم الله جي معاملي ۾ پنهنجي اولاد ۽ جان جي پرواهہ نہ ڪئي. مطلب تہ روئڻ ۾ فرق آهي. هڪ روئڻ نماز جو روح آهي، ٻيو روئڻ نماز کي فاسد ڪري ٿو.

**مقلد مريد ۽ مرشد جي روئڻ ۾ فرق**

هن قصي ذريعي هي ٻڌائڻو آهي تہ شيخ جو روئڻ ۽ ان جي مريد جو روئڻ برابر نہ آهي. شيخ مان مراد پوڙهو نہ پر اهو شخص آهي جنهن جو عقل ۽ معرفت اپار هجي. ڀلي اهو عمر جي لحاظ کان ٻار هجي. جيئن حضرت عيسيٰ عليه السلام پينگهي ۾ يا حضرت يحيٰ عليه السلام ٻارن جي مڪتب ۾ هو.

یک مریدے اندر آمد پیشِ پیر
پیر اندر گریہ بود و در نفیر

ترجمو: "هڪ مريد پير وٽ اندر ويو. پير روڄ راڙي ۾ مشغول هو."

مريد شيخ جي تقليد ۾ روئڻ شروع ٿي ويو. ٻوڙو هڪ دفعو ٻين کي کلندو ڏسي پاڻ کلندو آهي. پوءِ ماڻهن کان کلڻ جو سبب معلوم ڪري ٻيهر کلندو آهي. پهريون دفعو کلڻ ۾ ٻوڙي کي کلڻ جي سبب جو علم ڪونہ هوندو آهي پوءِ جڏهن هو ماڻهن کان کلڻ جو سبب معلوم ڪندو آهي تڏهن ٻيو دفعو کلندو آهي. جيڪو شخص ڪنهن جي ريس ۾ ڪم ڪندو آهي تہ ان جو مثال ٻوڙي جهڙو آهي. ان تي شيخ جي باطن جو اثر پوي ٿو ۽ ان سان ان کي خوشيءَ يا رنج حاصل ٿئي ٿو تہ مريد جو تقليدي فعل بہ شيخ جو اثر هوندو آهي. جيڪڏهن ٺوڪري نهر ۾ پئي هجي ۽ ان ۾ پاڻي پريل هجي يا آئيني تي سج جي روشني پئجي رهي هجي تہ ان پاڻي يا روشنيءَ کي ٺوڪري يا آئيني جو پاڻي سمجهڻ غلطي آهي. جڏهن ٺوڪري نهر مان ٻاهر ڪڍجي يا سج لهي وڃي تہ ٺوڪري ۽ آئيني کي معلوم ٿيندو تہ اهو پاڻي ۽ چمڪ انهن جي نہ هئي. حضور ﷺ کي حڪم ٿيو: قُمِ الَّيْلَ اِلَّا قَلِيْلًا ۙ﴿۲﴾ (المزمل:2) ٿوري رات ڇڏي رات ۾ عبادت ڪندا ڪريو." جڏهن حقيقت کلي ويندي آهي، تڏهن مريد کي پنهنجي پهرين ڪِل تي کل ايندي آهي. هاڻي مريد پنهنجي اڳوڻي احوال جي باري ۾ سمجهيو آهي تہ ڪيس جيڪي ڪجهہ حاصل هو اهو تہ محض شيخ جو

عڪس هو، هاڻي اهو ۽ آئون اصل کان ڪيتري قدر پري هئاسين. آئون حقيقت تائين ڪونہ پُهتو هئس ۽ خوشي ملهائي رهيو هئس. منهنجي ناقص علم ۽ ادراڪ ۾ هڪ خيالي شيءِ هئي. جيڪو سالڪ اجا راهِ سلوڪ جو ٻار آهي اهو حقيقت تائين ڪٿي پهچي سگهي ٿو. ٻاراڻو فڪر تہ فقط دائي ۽ کير، کائڻ ۽ پيئڻ جي معمولي شين تائين هوندو آهي. مُقلد جو مِثال ٻار جهڙو آهي. اهو مقلد جيڪڏهن خود انهن اسرارن تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪندو يا دليل ڳوليندو تہ اهي اُن کي بصيرت کان اجا وڌيڪ پري ڪري ڇڏيندا. جيڪو غور ۽ فڪر جو سرمايو وٽس هو اهو بہ هُن بي جا خرچ ڪري ڇڏيو. اهي اسرار ۽ راز عقلي دليلن سان واضح نہ ٿيندا. بُخارا ظاهري علمن جو مرڪز آهي، اُن کي ڇڏي خواري ۽ مُجاهدن جي ذلت اختيار ڪر، تڏهن تون مردِ ميدان بڻبين. جڏهن انسان مجاهدو ڪندو تہ پوءِ اُن کي هڪ بُخارا پنهنجي دل ۾ نظر ايندو ۽ اُن بُخارا ۾ ظاهري علمن سان بحث وارا بلڪل ناسمجھ هوندا. باقي بخارا ۾ ظاهري علماء آهن جيڪي اسرارن کي نٿا سمجهن. مشهور آهي تہ هر مرد ۽ قاصد جيڪو خُشڪيءَ جو هلندڙ آهي اهو دريا ۾ نٿو هلي سگهي، ڇاڪاڻ تہ اُتي تاروءَ جي ضرورت آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِيٓ اٰدَمَ وَحَمَلْنٰهُمْ فِي الْبَرِّ وَ الْبَحْرِ (بني اسرائيل:70) "اسان بني آدم کي عزت ڏني ۽ اُن کي خُشڪي ۽ سمنڊ ۾ سوار ڪيو." حَمَلْنٰهُمْ فِي الْبَرِّ مان ظاهري علمن جا علماء ۽ حَمَلْنٰهُمْ فِي الْبَحْرِ مان باطني علمن جا علماء مراد آهن. درياءَ جي جوان مردن تي الله تعاليٰ زياده بخشش ڪندو آهي.

**مُقلد مريد جي حال جو باقي حصو**

آں مریدِ سادہ از تقلید نیز
گریہء میکرد وفقِ آں عزیز

ترجمو: "اهو سادو مريد بہ تقليد ۾ اُن معزز وانگر روئڻ لڳو..."

سادڙو مريد شيخ جي رُوئڻ جي سبب کان ناواقف هو. جڏهن هو روئي واندو ٿيو ۽ واپس وريو تہ ان پويان هڪ خاص مُريد تيزيءَ سان آيو. اُن خاص مريد روئڻ واري مريد کي چيو تہ تو بيخبريءَ ۾ شيخ کي ڏسي رُنو آهي، خدا جي واسطي پنهنجي روئڻ کي شيخ جي روئڻ وانگر نہ سمجھ، تنهنجو روئڻ تہ فقط شيخ جي تقليد ۾ هو ۽ تون شيخ جي روئڻ کان بي خبر هئين. تنهنجو اهو چوڻ شيخ جي فضيلت جو انڪار ٿيندو. پنهنجي روئڻ کي شيخ جي روئڻ تي قياس نہ ڪر، ٻنهين ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. شيخ جو روئڻ مشاهدي جي بنياد تي آهي جيڪو ٽيهن سالن جي مجاهدي ڪانپوءِ حاصل ٿيو آهي. خالي عقل جي بنياد تي اهو مقام حاصل نٿو ٿي سگهي. شيخ جو روئڻ نہ دوزخ جي غم جي ڪري آهي، نہ جنت جي فرحت جي ڪري آهي پر ان جو روئڻ محض شوقِ خداوندي جي ڪري آهي.

شيخ جو روئڻ ۽ کِلڻ الله جي طرفان آهي، عقلي ۽ وهمي بنياد تي روئڻ سان ان جو ڪو تعلق نہ آهي. شيخ جي اکين جهڙيون اکيون عالمِ غيب جو مشاهدو ڪن ٿيون. ائين ئي اُن جو روئڻ آهي. انڌي جون اکيون اکيون نہ آهن. شيخ جن شين جو مشاهدو ڪري ٿو اهي عقلي نہ آهن جهڙي طرح رات ڏينهن جا احوال نٿي ڄاڻي سگهي، اهڙي طرح عقل ۽ وهم شيخ جا مشاهدا نٿو ڄاڻي سگهي. جڏهن تہ مڇر هوا جي پهرين جهوٽي سان پڇي وڃي ٿو تہ هو هوا خوري جي ذوق کان ڪيئن واقف ٿي سگهي ٿو! اهو ئي حال شيخ جي مشاهدن ۽ عقل جو آهي. قديم جي اڳيان حادث جو وجود معدوم ٿي ويندو آهي تہ پوءِ حادث قديم جي حقيقت کي ڪيئن سمجهي سگهي ٿو. قديم حادث کي مٽائي پنهنجو رنگ بنائيندو آهي. انسان صفاتِ خداوندي سان متصف ٿي ڪري بشريت کي گم ڪري ڇڏيندو آهي. ان جا گهڻا مثال آهن تہ حادث ۽ قديم ۾ فرق آهي. حروفِ مقطعات يا قرآن جا عام حرف قديم آهن ۽ اهڙي طرح جا حرف انساني ڪلام ۾ بہ آهن پر ٻنهي ۾ ائين ئي فرق آهي جيئن حضرت موسيٰؑ جي لٺِ ۽ عام لٺِ ۾ فرق آهي. قديم

۽ حادث حرف بظاهر هڪ جهڙا آهن پر انهن جي وصفن ۾ تمام گهڻو فرق آهي. جيئن عام لٺ ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جي لٺ ۾ فرق آهي. حضرت عيسىٰ جي، بيمار تي ڦوڪ هڻڻ ۽ عام ڦوڪ ۾ وڏو فرق آهي. قرآن پاڪ جا حرف خدائي دربار مان نازل ٿيل آهن. انهن کي عام حرفن وانگر نہ سمجهڻ گهرجي، انهن مان جيڪي لفظ ٺهندا اهي عام لفظن وانگر ڪونہ هوندا. ظاهري بناوٽ تہ حضور ﷺ جي بہ اهڙي ئي هئي جهڙي عام انسانن جي هوندي آهي. هر جسم انهن جزن مان ئي ٺهيو آهي جن مان حضور ﷺ جو جسم بنيو پر هر جسم جي بناوٽ ۾ اهي آثار ڪٿي آهن جيڪي حضور ﷺ جي بناوٽ ۾ آهن. حضور ﷺ جي جسم جي بناوٽ مان اهي معجزا ظاهر ٿيا جو سيئي بناوٽون هار مڃي ويون. اهڙي طرح انهن حرفن مان جڏهن قرآني ڪلما ٺهيا تڏهن اهي فصاحت ۽ بلاغت جي اعلىٰ مقام تي پهچي ويا. هاڻي انهن علمن سان دلين ۾ اهڙي ئي زندگيءَ پيدا ٿئي ٿي جهڙي طرح نفخ صور سان قيامت ڏهاڙي جسمن ۾ زندگي ٿيندي. خدا ان ڪلام ۾ اهڙو ئي تاثير رکيو آهي جهڙو حضرت موسىٰ عليه السلام جي لٺ ۾ هو. سچ جي ٽِڪي ۽ ماني جي ٽڪي بظاهر ٻئي هڪ جهڙيون آهن پر معنوي گهڻو فرق آهي. شيخ جي افعالن کي عام انسانن جي افعال وانگر نہ سمجهڻ گهرجي. هاڻي ان جا افعال پنهنجا ناهن پر اهو الله جي اخلاقن سان متخلّق ٿي چڪو آهي. ظاهربينن کان حقيقت لڪل رهندي آهي. اصلي مقصد انهن جي نگاهن سان لڪي ويندو آهي. جيڪو انهن کي پيش آيو.

**مرشد جو مريدن ۽ پيغمبرن جو امت کي تلقين ڪرڻ جو مثال**

جيئن تہ عام ماڻهو الله تعالىٰ کان تلقين جي طاقت نٿا رکن ۽ الله تعالىٰ کان انهن کي مناسبت نہ آهي. جيئن طوطو ماڻهوءَ جي صورت سان مناسبت نٿو رکي جو ان کان تلقين حاصل ڪري سگهي.

طوطي کي جڏهن سيکاريو ويندو آهي تہ ان جو طريقو هي هوندو آهي تہ طوطي کي آرسيءَ جي سامهون ويهاريو ويندو آهي ۽ استاد آرسيءَ جي پويان لِڪي ڳالهائڻ شروع ڪندو آهي. آرسي جي اڳيان اهو طوطو سمجهندو آهي تہ ٻيو طوطو ٻولي رهيو آهي جيڪو ان کي آرسي ۾ نظر اچي رهيو آهي. حقيقت ۾ اهو خود ان جو ئي عڪس آهي، انهيءَ ڪري اهو ان کي پنهنجو هم جنس سمجهي تہ ان کان ڳالهائڻ سکي وٺندو آهي. اهو ئي حال الله تعالىٰ ۽ نبيءَ جي مخاطبن جو آهي. نبي بمنزلہ آرسي واري عڪس جي ۽ الله تعالىٰ بمنزلہ استاد جي آهي، اهڙي طرح وحي جيڪو ڪلام الاهي آهي جيڪو ٻانهن تائين پهچندو آهي پر ان مثال ۽ وحي جي معاملي ۾ فرق ايتريقدر آهي جو آرسي واري طوطي جي چهنب جي حرڪت تہ ٻاهر واري طوطي جي حرڪت جي تابع آهي ۽ نبي جي زبان جي حرڪت الله تعالىٰ جي تابع آهي. انهيءَ ڪري هن تشبيہ کي مثل نہ مثال چيو ويندو. ان طوطي جي اڳيان ان جو عڪس هوندو آهي. آئيني جي ٻاهر وارو طوطو هي سمجهندو آهي تہ طوطو ٻولي رهيو آهي انهيءَ ڪري هو ان جو نقل شروع ڪندو آهي.

طوطی در آئینہ می بیند او
عکسِ خود را پیش او آوردہ رُو

ترجمو: ”پنهنجي عڪس کي هڪ طوطو آئيني ۾ ڏسي ٿو جو ان جي اڳيان بيٺو آهي.“

آرسيءَ جي پويان خوش بيان اديب استاد لڪي ڳالهائي رهيو آهي. طوطو سمجهي ٿو تہ اهو آواز ان طوطي جو آهي جيڪو آرسيءَ ۾ اندر نظر اچي رهيو آهي. پوءِ اهو طوطو پنهنجي هم جنس کان ڳالهائڻ سکي ٿو ۽ تجربيڪار استاد کان بي خبر آهي جيڪو آرسيءَ جي پويان ان کي سيکاري رهيو آهي. اُن طوطي استاد کان ڳالهہ سکي ورتي پر ان جي معنىٰ ۽ راز کان بي خبر آهي. اهڙي طرح مُريد ۽ اُمّتي سمجهندو آهي تہ شيخ ۽ نبي ان جي هم جنس آهي ۽ ان کان سِکي ٿو پر استاد عقل ڪُلِ الله تعالىٰ کي نہ ٿو ڏسي جيڪو اصل ۾ مُعلّم ۽ استاد آهي. مُريد ۽ اُمّتي سمجهندو

آهي ته شيخ ۽ نبي چئي رهيو آهي ان راز کان هو بي خبر هوندو آهي ته حقيقت ۾ الله تعاليٰ ان کان چوائي رهيو آهي. نبي جي ڳالهه ٻڌندو آهي پر ان کي معلوم ناهي اصل ڳالهائڻ وارو نبي آهي جيڪو ته بمنزله طوطي جي عڪس جي آهي يا الله تعاليٰ آهي جيڪو بمنزله اُن ساٿيءَ جي آهي جيڪو آئيني جي پويان ڳالهائي ٿو.

انسان پکين جي ٻولي سکي ويندو آهي پر ان ٻوليءَ جي معنيٰ جيڪا پکي مُراد وٺندا آهن هو ان کان لا علم هوندو آهي. اهڙي طرح گهڻا انسان ڪامل ٻانهن جو نقل ڪندا آهن. سندن اهو نقل نقل ئي رهندو آهي ۽ حقيقت تائين رهنمائي ڪونه ڪندو آهي. هڪ درويش چلي ۾ خواب ۾ ڏٺو ته هڪ ڏُڪي ڪُتي آهي، ان جي پيٽ ۾ گُلر ڀونڪي رهيا آهن. هو تعجب ۾ پئجي ويو ته ڪتيءَ جي ڀونڪڻ نگهباني آهي پر ماءُ جي پيٽ مان ڀونڪڻ نگهباني جي لاءِ نه آهي بلڪ مدد گهرڻ ۽ کير گهرڻ جي لاءِ هوندو آهي ۽ ماءُ جي پيٽ ۾ ان مان ڪوبه مقصد نه آهي. هو جڏهن سجاڳ ٿيو الله تعاليٰ کان دعا گهريائين. الله ڪانسواءِ ڪو ان جي تاويل نه ٿو ڄاڻي. جواب آيو ته اها ئي صورتحال ان قوم جي آهي جيڪا پردي مان نه نڪتي آهي ۽ اُن جي اک نه کلي آهي ۽ اها بصيرت جي دعويٰ ڪري ٿي ۽ تقريرون ڪري ٿي جن سان نه انهن کي ڪا طاقت ۽ مدد حاصل ٿئي ٿي ۽ نه ٻُڌڻ واري کي ڪا هدايت ۽ رهنمائي ملي ٿي.

**هڪ بزرگ جو خواب: ڪتيءَ جي گلرن جو پيٽ اندر ڀوئنڪڻ!**

آں يکي مي ديد خواب اندر چلّه

دَر رهي ماده سگي بُد حامله

ترجمو: "هڪ شخص چلي ۾ خواب ڏٺو ته رستي ۾ هڪ ڏُڪي ڪتي آهي..."

ڪُتيءَ جي پيٽ ۾ گُلر ڀوئنڪي رهيا آهن. هن کي عجب ٿيو ته پيٽ ۾ گُلر ڇو ڀونڪي رهيا آهن؟ ڇا دنيا ۾ ڪنهن ائين ڏٺو آهي؟ چلي ۾ اهڙو ماڻهو ڪونه هو جنهن سان خواب جو ذڪر ڪري تعبير پُڇي. الله تعاليٰ کان دعا گهريائين ته اي الله! آئون ان فڪر ۾ تنهنجي ياد کان غافل ٿي رهيو آهيان ته ڪتيءَ جي پيٽ ۾ گلرن جي ڀونڪڻ جو آواز ڪهڙي حقيقت رکي ٿو!؟

غيبي ملائڪ کيس آواز ڏنو ته ڪتيءَ جي گلرن جو پيٽ ۾ ڀونڪڻ جاهلن جي ٻٽاڪ جو مثال آهي. ڪُتيءَ جي پيٽ ۾ گُلرن جو ڀونڪڻ بيڪار ڳالهه آهي. نه ان مان ڪو شڪار جو فائدو آهي ۽ نه اُن آواز سان چور ڀڄندو. جاهل شيخ جي لالچ ۽ سرداري جي خواهش ۾ اها ئي حالت هوندي آهي جو ان جي نظر ڪُند ٿي ويندي آهي ۽ اهو ٻٽاڪن ۾ بهادر ٿي ويندو. حق ذات جي مشاهدي ڪانسواءِ ان جون سوين نشانيون بيان ڪندو آهي ۽ ابوجهن جي غلط رهنمائي ڪندو آهي. اهو مريد به مشاهدي ڪانسواءِ بڪواس شروع ڪندو ۽ فرضي مستي ظاهر ڪرڻ لڳندو آهي. جيئن ڪو لسي پي فرضي مستي ڏيکاري! هڪ مومن جو خريدار حقيقت ۾ الله تعاليٰ آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي: اِنَّ اللّٰهَ اشْتَرٰى مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ اَنْفُسَهُمْ (التوبه:111) "الله تعاليٰ مومنن کان انهن جون جانيون خريد ڪيون آهن." انهيءَ ڪري هڪ مومن کي ٻئي ڪنهن خريدار جو فڪر ڪرڻ نه گهرجي. الله تعاليٰ تنهنجو ڳوليندڙ آهي ۽ اهو تنهنجي انجام ۽ آغاز کي ڄاڻي ٿو. جيڪڏهن خدا ڪانسواءِ ٻيو خريدار بڻبو ته ان مان توکي ڪو فائدو نه ٿيندو. ان خريدار وٽ توکي خريد ڪرڻ جي قيمت ڪٿي آهي؟ اهو خود ٻن ڪوڏين جو آهي. ان تي پنهنجي عقل تي ۽ ياقوت ۽ موتين کي پيش ڪرڻ ناداني آهي. لالچ انسان کي انڌو ڪري ڇڏيندي آهي جيئن ابرهه لالچ ۾ انڌو ٿي ويو هو ۽ لوط جي قوم غضب هيٺ آئي. جيڪو شخص الله کان منهن موڙي ٿو، اهو وڏو بدنصيب آهي ۽ تباهه ٿي ويندو.

## ضروان جي رهاڪن جو قصو

ضروان واسين کي اِن تي حسد ٿيندو هو ته سندن پيءُ سادگيءَ جي ڪري باغ جي وڏيڪ پيداوار مسڪينن کي ڏيئي ڇڏيندو آهي. جڏهن انگور ٿيندا هئا ته ڏهون حصو ڏيئي ڇڏيندو هو ۽ جڏهن ڪشمش ۽ انگور جو شيرو هوندو هو ته به ڏهون حصو ڏئي ڇڏيندو هو ۽ جڏهن حلوو ۽ فالودو ٺاهيندو هو ته به ڏهون حصو ضرور ڏيندو هو. ڪچي پوک مان ڏهون حصو ۽ پوک پچندي هئي ته ان مان به اڌ ڏيندو هو ۽ جڏهن ڪٽڪ ٻُهه کان جدا ٿيندي هئي تڏهن به ڏهون حصو ڏيندو هو ۽ جڏهن اٽو ڪندو هو ته به ڏهون حصو ڏيندو هو ۽ جڏهن اٽو ڳوهيندو هو ته به ڏهون حصو ۽ جڏهن ماني پچائيندو هو ته به ڏهون حصو ڏيندو هو. يقيناً الله تعاليٰ سندس باغ ۽ پوک ۾ برڪت عطا ڪئي هئي جو ٻيا اُن جا محتاج ٿيندا هئا. هن جي اولاد بار بار ڏهين حصي جو خرچ ڏٺو پر اها برڪت ڪونه ڏٺي.

بُود مردی صالحی ربّانیے
عقلِ کامل داشت و پایان دانیے

ترجمو: ”عقل ڪامل ۽ انجام کان باخبر هڪ نيڪ ۽ خداپرست انسان هو.“

يمن جي شهر ضروان ۾ رهندو هو. خيرات ڪرڻ ۽ سُٺن اخلاقن ۾ مشهور هو. فقير ان جي گهر جو طواف ڪندا هئا ۽ چڪر لڳائيندا هئا. شرعي لحاظ کان زمين جي پيداوار جو ڏهون حصو خيرات ڪرڻو هوندو آهي. اهو سخي رياڪاريءَ کانسواءِ ڪٽڪ مان ڏهون حصو ڏيندو هو. اٽي مان به ڏهون حصو ڏيندو هو. ماني پچندي هئي ته ان مان به ڏهون حصو ڏيندو هو. مطلب ته آمدني مان چار دفعا ادا ڪندو هو. انگورن مان ڏهون حصو ۽ ڪشمش مان ڏهون حصو ۽ انگورن جي شيري مان ڏهون حصو. حلوي مان ڏهون حصو ۽ فالودي مان به ڏهون حصو ڏيندو هو. گهڻ ۽ وڏيڪ مان ڏيندو هو. هر وقت وصيتون ڪندو هو. پٽن کي چوندو هو ته خدا جي واسطي مون کان پوءِ مسڪينن جو حصو بند نه ڪجو تان ته توهان تي خدا جي حفاظت رهي ۽ اهي باغ سلامت رهن. اها خدا جي غيب مان روزي آهي جيڪا ملندي رهندي. سڀ پيداوار حقيقت ۾ الله جي طرفان آهي. پيداوار جي وقت جيڪڏهن خرچ ڪندا ته فائدي ۾ رهندا. آبادگار پيداوار جو گهڻو حصو زمين ۾ پوکيندو آهي. ان مان جيڪو نڪرندو آهي، ڪجهه کائيندو آهي باقي پنهنجي خرچ ۾ استعمال ڪندو آهي. ضرورت کان وڏيڪ ٻين کي وڪڻي ڏيندو آهي. پيداوار جا ظاهري اسباب فقط هڪ پردو آهن. ورنه اصل روزي ڏيندڙ خدا آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته: مَثَلُ الَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ كَمَثَلِ حَبَّةٍ اَنْۢبَتَتْ سَبْعَ سَنَابِلَ فِيْ كُلِّ سُنْۢبُلَةٍ مِّائَةُ حَبَّةٍ ۭ وَاللّٰهُ يُضٰعِفُ لِمَنْ يَّشَاۗءُ ۭ (البقره:261) ”انهن ماڻهن جو مثال جيڪي الله جي رستي ۾ خرچ ڪن ٿا هڪ داڻي جهڙو آهي جنهن مان ست سنگ ڦٽن، پوءِ هر سنگ مان سئو داڻا پيدا ٿين. ۽ خدا جنهن جي لاءِ چاهيندو آهي ان کي ٻيڻو ڪندو آهي.“ جڏهن انسان اسباب مان مايوس ٿي ويندو آهي ته پوءِ خدا کان گهرندو آهي. پوک جي تباهي وقت مٿو پٽي خدا کان گهُرڻ هن ڳالهه جو دليل آهي ته انسان اصل رزق ڏيڻ وارو خدا کي ئي سمجهي ٿو. جڏهن حقيقي رزاق خدا آهي ته ان کان رزق وٺڻ گهرجي. مستي ان کان گهر، شراب ۽ ڀنگ جي مستي ڇڏي ڏي. اصل مستي به خدا جي عشق سان حاصل ٿيندي آهي. انسان کي ان جي جُستجو ڪرڻ گهرجي. ڀنگ ۽ شراب جي مستي وقتي هوندي آهي. انسان جي اصل مالداري نفس جي مالداري آهي، جيڪا عطاءِ خداوندي آهي. انسان پنهنجي خزاني ۽ مال کي دنيا ۾ ئي ڇڏي ويندو آهي. تعلق ان شيءِ سان پيدا ڪرڻ گهرجي، جيڪا ساٿ ڏيئي سگهي. قرآن پاڪ ۾ آهي: يَوْمَ يَفِرُّ الْمَرْءُ مِنْ اَخِيْهِ ۝ وَاُمِّهٖ وَاَبِيْهِ ۝ وَصَاحِبَتِهٖ وَبَنِيْهِ ۝ لِكُلِّ امْرِئٍ مِّنْهُمْ يَوْمَىِٕذٍ شَاْنٌ يُّغْنِيْهِ ۝ (عبس:34-37) ”قيامت جي ڏينهن هر شخص پنهنجي ڀاءَ پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ پنهنجي زال ۽ پنهنجي اولاد کان ڀڄندو. هر شخص جي ان ڏينهن اها حالت هوندي جيڪا ٻين کان ان کي لاپرواهه ڪري ڇڏيندي.“ ان حالت جي ڪري

انسان جي لاءِ ان جو هر دوست ان جو دشمن ثابت ٿيندو. ڇاڪاڻ ته اهو دوست به ان کي هڪ بُت وانگر خدا کان غافل بنائي رهيو هو. مصنوع سان دل لڳائڻ ۽ صانع کان دل هٽائڻ صحيح نه آهي. جيڪڏهن دنياوي دوست هن دنيا ۾ تنهنجا مخالف ٿي وڃن ته اها تنهنجي خوش قسمتي ٿيندي. آخرت ۾ جيڪا تنهنجي لاءِ مصيبت هئي تو اها دنيا ۾ پوڳي ورتي. انهن دوستن جو نقصان دنيا ۾ برداشت ڪرڻ آسان آهي. ان جو مثال هي آهي ته خراب سودو خريد ڪرڻ تي فوراً ان جي عيب کان واقفيت ٿي وڃي ته ڪجھ تدارڪ ممڪن آهي. ورنه پوءِ افسوس ڪرڻو پوندو. انسان اهو ئي چوندو آهي ته هاءِ افسوس! آئون کوٽو سون خريد ڪري کھڙو خوش ٿي گھر آيو هوس. جيڪڏهن فوراً کوٽ ظاهر ٿي وڃي ۽ انسان ان جو تدارڪ ڪري وٺي، ته شڪر ادا ڪندو آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن دنيا ۾ ئي تنهنجو دوست توکان ڪاوڙجي وڃي ته ان تي شڪايت نه ڪر، پر شڪر ادا ڪر. دنياوي واسطا دنيا ۾ ئي ٽٽي وڃڻ تي شڪر ادا ڪرڻ گھرجي ۽ صدقو ۽ خيرات ڪرڻ گھرجي. توکي هن ڳالهه تي شڪر ڪرڻ گھرجي ته تون ان جي قندي مان نڪري آئين. هاڻي تون سچي دوست جي تلاش ۾ لڳي وڃنا. اهو ناز وارو دوست توکي ملي ويندو ته آخرت ۾ تنهنجو ساٿ ڏيندو. اهو دوست جيڪو آخرت ۾ ڪم ايندو اهو خدا يا خدا جو مقبول ٻانهو آهي. دنياوي دوستن جو ظلم تنهنجي لاءِ رحمتِ خداوندي آهي. جڏهن الله تعاليٰ جو ڪنهن تي ڪرم ٿيندو آهي تڏهن اهڙا اسباب پيدا ڪندو آهي جو انسان دنياوي تعلق ٽوڙي ڇڏيندو آهي. جيڪڏهن اهي ئي دنياوي دوستيون باقي رهيون ته قبر ۾ تون اڪيلو ٿي ويندين ۽ پوءِ پڪاريندين: اي خدا! مون کي اڪيلو نه ڇڏ!! دنياوي تعلق جي ٽُٽڻ کي تون چوندين ته اهو ظلم ان جي دوستيءَ کان ڀلو هو. بزرگ رومي اڳ ۾ الله جي رستي ۾ خرچ ڪرڻ جون خوبيون بيان ڪري رهيو هو. وري ان مضمون کي ٻيهر شروع ڪري ٿو. ان داڻي کي الله جي سرزمين ۾ پوک تان ته نه ان کي چور چورائي سگھي ۽ نه ان کي سُرُو لڳي. شيطان جيڪو فڪر ۽ مسڪيني جا وسوسا پيدا ڪري ان کي لاحول جي اڏوهي لڳاءِ. شيطان کي ائين شڪار ڪر، جيئن شڪرو باز چَڪور جو شڪار ڪندو آهي. جيڪڏهن بادشاهي باز کي چڪور ماري وجهي، ته ڏاڍي شرم جي ڳالهه آهي. پيءُ پٽن کي گھڻو سمجهايو پر انهن تي ڪو اثر نه ٿيو. نصيحت ان تي اثر ڪندي آهي جنهن جا ڪَنَ ان کي قبول ڪن. جنهن شخص جو ٻڌڻ جو ارادو نه هجي ان کي ڪيتري به نرمي سان سمجهايو اهو منهن موڙيندو. انبياءَ ايتريقدر محبت ۽ پيار سان سمجهائيندا هئا جو انهن جي نصيحت پٿر به قبول ڪندا هئا، پر ڪافر قبول نه ڪندا هئا. قرآن ڪافرن جي دلين کي پٿر کان وڌيڪ سخت ۽ متاثر نه ٿيڻ وارو قرار ڏنو آهي.

**الله تعاليٰ ۽ ٻانهن جي عطا ۾ فرق**

عطا، الله جل جلاله جي صفت آهي ۽ قابليت مخلوق جي صفت آهي ۽ قديم حادث تي موقوف نه هوندو آهي. الله تعاليٰ جي عطا جي لاءِ قابليت ضروري نه آهي. جڏهن عطا ٿيندي آهي ته قابليت خود پيدا ٿيندي آهي. عطا الله جي صفت آهي جيڪا قديم آهي. قابليت ٻانهي جي صفت آهي جيڪا حادث آهي، ته پوءِ قديم جي لاءِ حادث ڪيئن شرط بنجي سگھي ٿو؟ جڏهن ته شرط اڳ ۾ هوندو آهي.

چارهٔ آں دل عطائی مُبدِلیست

دادِ اُو را قابلیت شرط نیست

ترجمو: ”ان دل جو علاج، بدلائڻ واري جي مهرباني آهي. ان جي عطا جي لاءِ قابليت شرط نه آهي.“

هي دل جيڪا پٿر کان به وڌيڪ سخت آهي ان جي اصلاح جي تدبير اها ئي آهي ته الله تعاليٰ ان ۾ تبديلي آڻي. جڏهن الله تعاليٰ چاهيندو آهي ته اهڙي دل ۾ تبديلي پيدا ڪري ان ۾ قبول ڪرڻ جي صلاحيت پيدا فرمائيندو آهي. الله تعاليٰ جي طرفان جيڪو فيض ۽ عطا آهي ان جا ٻه قسم آهن: 1. فيض اقدس 2. فيض مُقدَّس. فيض اقدس اهو

آهي جيڪو ذاتِ باري تعاليٰ کان اعيان ثابته ۾ پهچندو آهي. اِن لاءِ استعداد شرط نه آهي ۽ فيض مُقَدَّس اهو جيڪو اعيانِ ثابته کان روحن ڏانهن ايندو آهي. اهو بقدر استعداد ۽ قابليت جي پهچندو آهي. حضرت موسيٰ جي لٺ ۽ يدِ بيضا فيضِ اقدس جا مثال آهن ۽ اهڙي طرح ٻين نبين جا معجزا انهن شين مان آهن جن ۾ قابليت شرط نه آهي. انهن معجزن جو اسباب سان مُهيّا ٿيل قابليت سان تعلق نه آهي پر اهو داد بطورِ فيضِ اقدس جي آهي. جيڪڏهن هر شيءِ ۾ قابليت شرط هجي ته پوءِ ڪو معدوم وجود ۾ نه اچي. ڇاڪاڻ ته معدوم ۾ اسبابن سان مُهيّا ٿيل قابليت ڪٿي آهي ۽ اها خود معدوم آهي. عام حالات ۾ سنتِ الاهي اها ئي آهي ته اسباب مُهيّا هجن ۽ قابليت هجي ته عطا ٿيندي آهي. جڏهن فيضِ اقدس جو معاملو هوندو آهي ته سنتِ الاهي جي خلاف هوندو آهي. اهو مشيتِ الاهي جي خلاف ظهور پذير ٿيندو آهي. عزت اسباب سان حاصل ٿيندي آهي پر الله جي وس ۾ آهي ته بنا سبب عزت عطا فرمائي. عوام کي اسباب اختيار ڪرڻ گهرجن پر مُسببَ الاسباب کان غفلت نه ڪرڻ گهرجي. الله تعاليٰ جي علي الاطلاق قدرت اسباب جي محتاج نه آهي. عوام جي، مقصد جي تلاش ۾ اسباب رهنمائي ڪن ٿا. مقصد جا اسباب الله تعاليٰ جي قدرت جي لاءِ حجاب بنايا ويا آهن، ڇاڪاڻ ته هر شخص قدرت جي واسطي ڪا نسواءِ مشاهدي جو اهل نه آهي سو انسان کي اهو نظر ۾ رکڻ گهرجي ته هو اسباب کي ڇڏي اصل قدرت کي ڏسي سگهي. جڏهن مُسببَ الاسباب کي ڏسي وٺندو ته ان جي نگاهه ۾ اسباب بي حقيقت بڻجي ويندا. هر خير ۽ شر مسبب الاسباب جي طرفان آهي. اسباب ۽ وسيلا خالي خيالي شيون ناهن. ان جو مقصد هي آهي ته انسان تي ڪجهه غفلت جو زمانو گذري ۽ غيب تي ايمان جا فضائل حاصل ٿي سگهن.

**حضرت آدم عليه السلام جي پيدائش ۽ جبرئيل کي زمين تان مٽيءَ مُٺ آڻڻ جو حڪم**

چونکه صانع خواست ایجادِ بشر

از برائی ابتلائی خیر و شر

ترجمو: ”جڏهن خلقڻهار، انسان کي ٺاهڻ گُهريو خير ۽ شر کي آزمائڻ جي لاءِ...“

انسان جي تخليق ۾ آزمائش جي حڪمت لِڪل آهي ۽ اهو ان وقت ٿي سگهي ٿو، جڏهن انسان تي ڪجهه زمانو غفلت طاري رهي. الله تعاليٰ جبرئيل عليه السلام کي حڪم ڏنو، ته مٽيءَ جي هڪ مٺ ڪٺي اچ، جبرئيل عليه السلام مٽي ڪٺڻ لاءِ زمين ڏانهن آيو تان ته الله جو حڪم پورو ڪري. جبرئيل عليه السلام زمين ڏانهن هٿ وڌايو، زمين ڊپ جي ڪري پاڻ کي هٽايو. پوءِ زمين زبان کولي ۽ خوش آمد ڪئي ته خدا جي واسطي مون کي ڇڏ، منهنجي جان بخش ڪر. گهوڙي جي واڳ ٻئي پاسي ڪر ۽ واپس هليو وڃ، خطرن ۽ تڪليفن ۾ مون کي نه وجهه. ان ڪرم جي صدقي جنهن ڪري الله سائين توکي برگزيده بنايو آهي، الله سائين توکي ملائڪن جو استاد بنايو ۽ لوح محفوظ جو علم توتي ظاهر ڪيو. جيئن ته زمين کي معلوم هو ته ان مان حضرت آدم عليه السلام جو پُتلو ٺهندو ۽ ابتلا ۽ آزمائش جي ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿيندو، انهيءَ ڪري زمين گهبرائي رهي هئي. حضرت جبرئيل الله جو پيغام ۽ وحي ڪٺي انبيائن وٽ اچي ٿو ۽ وحي روح جي حيات آهي. حضرت اسرافيل حشر ۾ صور ڦوڪيندو، تڏهن سڀ مُرده جسم زنده ٿي ويندا. پوءِ حضرت جبرئيل جي عطا حضرت اسرافيل جي عطا کان وڌيل آهي. حضرت ميڪائيل جو ڪم روزي تقسيم ڪرڻ آهي. عزرائيل جو ڪم روح قبض ڪرڻ آهي، انهيءَ ڪري صفتِ قهر جو مظهر آهي. حضرت جبرئيل، حضرت ميڪائيل، حضرت اسرافيل ۽ حضرت عزرائيل عرش جا حامل آهن ۽ ملائڪن جا بادشاهه آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي: وَيَحْمِلُ عَرْشَ رَبِّكَ فَوْقَهُمْ يَوْمَئِذٍ ثَمٰنِيَةٌ (الحاقه:17) ”۽ ان وقت تنهنجي رب جي عرش کي اُٺ کڻندا.“ مِٽي اهو سمجهي وئي هئي ته مون مان انسان بنايو ويندو. جيئن ته حضرت جبرئيل عليه السلام شرم ۽ حياءَ جي کاڻ آهي. اهو قسمن جي ڪري مِٽي کڻڻ

کان رُڪجي ويو. جڏهن زمين گهڻي خوشامد ڪئي ۽ اهو دربارِ حق ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته مون حڪم جي تعميل ۾ سستي ڪونه ڪئي پر جو ڪجھ ٿيو آهي، اهو تنهنجي علم ۾ آهي. حضرت جبرئيل عرض ڪيو ته زمين توهان جي اُن نالي جو واسطو ڏنو جنهن جي ڪري آسمان جي گردش رُڪجي ويندي آهي، پوءِ مون کي شرم اچي ويو ۽ زمين مان مٽي نه کڻي سگهيس، ورنه تو مون کي اها طاقت عطا ڪئي آهي زمين ڪهڙي شيءِ آهي، آئون آسمانن کي چيري ڇڏيان.

**حضرت آدم عليه السلام جي مبارڪ جسم جي ترتيب ۽ ترڪيب خاطر مٽي آڻڻ لاءِ حضرت ميڪائيل کي موڪلڻ**

گفت ميکائيل عہ را رَو تو بزير

مُشتِ خاکی دَر رُبا ازوی دلير

ترجمو: ”حضرت ميڪائيل کي الله تعاليٰ فرمايو: اي بهادر! تون هيٺ وڃ، زمين تان مُٺ مٽيءَ جي کڻي اچ.“

حضرت جبرئيل عليه السلام کان پوءِ حضرت ميڪائيل کي حڪم ٿيو ته تون زمين جي مٽي کڻي اچ. جڏهن ميڪائيل عليه السلام زمين وٽ پهتو تڏهن اها ڏڪڻ لڳي ۽ ان جي خوشامد ڪرڻ لڳي ۽ روئي ڪري قسم ڏيڻ لڳي ته بيمثال مهربان خدا جي واسطي جنهن توکي عرش کڻڻ وارو بنايو آهي. تون رزقن جو تقسيم ڪرڻ وارو آهين. الله جي فضل جي پياسن کي ٻُڪ ڀري ڏيندو آهين. مون کي امن ڏي، مون کي آزاد ڪر. ملائڪن جي فطرت ۾ رحم ڪرڻ ۽ شيطان جي فطرت ۾ ظلم ڪرڻ آهي. خدا جي صفتِ رحمت صفتِ غضب تي غالب آهي. جيڪي الله جي خاص ٻانهن مان آهن انهن ۾ پنهنجي مولا جي صفت هوندي آهي. حديث شريف ۾ آهي ته ماڻهو بادشاهن جو دين اختيار ڪندا آهن. انهيءَ ڪري خدا جا نيڪ ٻانها خدائي اخلاق اختيار ڪندا. زمين جي روئڻ تي ميڪائيل عليه السلام به خالي هٿين واپس موٽيو. بارگاه خداونديءَ ۾ اچي منٿ ڪيائين ته اي الله، تنهنجي درٻار ۾ لڙڪن جو ڏاڍو قدر آهي. مون ان روئڻ کي رد نه ڪيو ۽ زمين تي رحم ڪري واپس موٽي آيس. الله تعاليٰ جي ڊپ کان روئڻ جو هڪڙو ڦڙو شهيد جي خون جي برابر سمجهيو ويندو آهي. پنج وقتي ٻانگ ڇڻ الله جي دربار ۾ گريه و زاريءَ جي دعوت آهي. الله تعاليٰ جنهن کي مصيبت ۾ مبتلا ڪندو آهي ان کان آه و زاري جي ڪيفيت ڦري وٺندو آهي. آهون ۽ زاري انسان جي سفارش آهي. جڏهن سفارشي نه هوندو ته انسان مصيبت ۾ گرفتار ٿيندو. جيڪڏهن تون مصيبت کان ڇوٽڪارو چاهين ٿو ته آه و زاري نه ڇڏ. قرآن پاڪ ۾ آهي، فَلَوْلَآ اِذْ جَآءَهُمْ بَأْسُنَا تَضَرَّعُوْا وَلٰكِنْ قَسَتْ قُلُوْبُهُمْ (الانعام:43) ”جڏهن اسان جو عذاب انهن کي پهتو هو، تڏهن گريه ۽ زاري ڇونه ڪئي ۽ پر انهن جون دليون سخت ٿي ويون هيون.“ دل سخت ٿيڻ جي ڪري اها گناهه کي گناهه نه پر عبادت سمجهندي آهي.

**حضرت يونس عليه السلام جو قصو**

الله تعاليٰ پنهنجي ڪمن ۾ بااختيار آهي، انهيءَ ڪري آه و زاري سان اهو مصيبت کي ٽاري ڇڏيندو آهي. فلسفي چون ٿا ته الله تعاليٰ کان ان جا افعال طبعي طور تي بغير ڪنهن اختيار جي ظاهر ٿين ٿا. جيئن باهه کان ساڙڻ جو فعل طبعي طور تي ظاهر ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري آه و زاري مان ڪو فائدو نه آهي.

قومِ يونسؑ را چو پيدا شُد بلا

ابر پُر آتش جُدا شد ازسما

ترجمو: ”جڏهن (حضرت) يونس عليه السلام جي قوم جي لاءِ بلا ظاهر ٿي ته باهه ڀريل ڪڪر آسمان کان جُدا ٿيو.“

حضرت يونس عليه السلام جي قوم رات جو ماڙين تي سُتي پيئي هئي، انهن تي اهڙو ڪڪر آيو جيڪو باهه وسائي

رهيو هو جنهن سان انهن جو رنگ بدلجي ويو. اهي ماڙين تان هيٺ لهي آيا. سانجهي جي وقت سيئي روئڻ لڳا. اهي پنهنجي ڇوٽڪاري کان مايوس ٿي چڪا هئا پر انهن جي آنهن ۽ زاريءَ جي ڪري اهو باهه وارو ڪڪر ٽري ويو. حضرت يونس جو وڏو قصو آهي، اسان هتي ڇڏي ڏنو آهي. آه و زاريءَ جي جيڪا قيمت خدا جي دربار ۾ آهي، اها ڪٿي نه آهي. خدا جي دربار ۾ جيڪو آه و زاري ڪري ٿو، ان کي دائمي مسرت ٿئي ٿي. حديث شريف ۾ آهي: لَيْسَ شَيْءٌ اَحَبَّ اِلَى اللهِ مِنْ قَطْرَتَيْنِ قَطْرَةُ دُمُوْعٍ فَاضَتْ خَشْيَةِ اللهِ وَقَطْرَةُ دَمٍ يُهْرَاقُ فِى سَبِيْلِ اللهِ. ”ٻن ڦڙن کان وڌيڪ الله کي ڪا شيءِ محبوب نه آهي: هڪ اهو لڙڪ جيڪو الله جي خوف ۾ وهيو هجي ٻيو اهو رت جو ڦڙو جيڪو الله جي رستي ۾ وهايو ويو هجي.“

**ساڳئي مقصدن لاءِ حضرت اسرافيل عليه السلام کي زمين ڏانهن موڪلڻ**

گفت اسرافيلؑ را يزدانِ ما
که برو زاں خاک پُرکن کف بيا

ترجمو: ”اسان جي خدا (حضرت) اسرافيل عليه السلام کي فرمايو ته وڃ اُن مٽيءَ مان مُٺ ڀري اچ.“

جبرئيل ۽ ميڪائيل عليه السلام کانپوءِ الله تعاليٰ حضرت اسرافيل عليه السلام کي چيو ته تون زمين جي مِٽي کٽي اچ. حضرت اسرافيل عليه السلام زمين ڏانهن آيو ته زمين روئڻ شروع ڪيو. حضرت اسرافيل عليه السلام محشر ۾ صور ڦوڪيندو جنهن سان سڀ مُرده زنده ٿي ويندا. حضرت اسرافيل عليه السلام جو صور سيني کي زندگي بخشيندو. حضرت اسرافيل عليه السلام جو صور ڦوڪڻ مُردن کي زندگيءَ جي دعوت آهي. اي اسرافيل عليه السلام تنهنجي ڪرم سان پورو جهان زنده ٿي ويندو. تون عرش جي حاملين ۾ شامل آهين. عرش عدل ۽ انصاف جي ڪاڻ آهي. عرش جي هيٺان کير، ماکي، شراب ۽ پاڻيءَ جون نهرون وهن ٿيون. انهن نهرن مان اهي سيراب ٿيندا جن جي مغفرت ٿي ويندي. انهن نهرن جا آثار دنيا ۾ به آهن. دنيا ۾ انهن نهرن جا آثار فاني آهن. انهن چئني نهرن جي پاڻيءَ مان حضرت اسرافيل عليه السلام هڪ لَپ ڀري ۽ اُن سان آدم عليه السلام جي مٽيءَ جو خمير بنايو. اهو اِن ڪري ڪيو ويو تان ته بني آدم (انسان) انهن اصل نهرن جي تلاش ۾ لڳن. کير جي نهر جو اثر ماءُ جي ٿڃن ۾ ظاهر ٿيو آهي. انگورن ۾ شراب جي نهر جو اثر ٿيو. ماکيءَ جي مک، ماکيءَ جي نهر جو اثر آهي. دنياوي پاڻيءَ ۾ پاڻيءَ جي نهر جو اثر آهي.

زمين حضرت اسرافيل عليه السلام کي الله جا قسم ڏيڻ لڳي ۽ ڇوڻ لڳي ته مون تي اهو ظلم نه ڪر، تون ته رحمت جو ملائڪ آهين ۽ رحمت ظاهر ڪرڻ وارو آهين. جيئن هُما پکي شريف پکي آهي، ڪنهن ساهواري پکيءَ کي شڪار ڪونه ڪندو آهي پر سُڪل هڏين تي گذارو ڪندو آهي ۽ جيئن پهرين ٻن ڪيو تون به ائين ڪر يعني واپس وڃ. حضرت اسرافيل عليه السلام الله جي دربار ۾ واپس ويو ۽ زمين جي ڳالهه عُذر ۽ قصو پيش ڪيائين. حضرت اسرافيل عليه السلام خدا کي عرض ڪيو ته بظاهر توهان جو اهو حُڪم ٿيو ته آئون مِٽي کٽي اچان ۽ منهنجي دل ۾ توهان اها ڳالهه به پيدا ڪئي ته آئون اُن جي خوشامد تي رحم ڪريان، اهو باطني الهام رحمت خداوندي جو غلبو آهي.

**حضرت عزرائيل کي مُٺ مٽيءَ آڻڻ لاءِ موڪلڻ**

گفت يزداں زود عزرائيل را
که ببين آں خاک پُرتخيل را

ترجمو: ”الله تعاليٰ فوراً عزرائيل عليه السلام کي فرمايو ته اُن پُرتخيل زمين کي ڏس!“

الله تعاليٰ عزرائيل کي حڪم ڏنو ته زمين جي مِٽي کٽي اچ. زمين طرحين طرحين عذر پيش ڪري رهي هئي.

حضرت عزرائيل عليه السلام زمين ڏانهن روانو ٿيو. زمين دانهون ڪرڻ شروع ڪيون ۽ جيئن حضرت جبرئيل عليه السلام کي قسم ڏنا هئائين ائين ڪيائين ۽ چوڻ لڳي ته اي عرش کي کڻڻ وارا خاص مقرب! عرش ۽ فرش جا مخدوم ۽ سردار! زمين، ڪيس خدا ۽ ان جي صفتن جا قسم ڏيڻ شروع ڪيا: الله تعاليٰ آه و زاريءَ تي ضرور رحم فرمائي ٿو. زمين ڪيس چيو ته الله تعاليٰ تو کي منهنجي مِٽي کڻي اچڻ جو حڪم ڏنو آهي ۽ بردباريءَ ڪرڻ جو به حڪم آهي، انهيءَ ڪري تون بُربادي اختيار ڪر ۽ مون کي معاف ڪر! عزرائيل عليه السلام چيو ته مامور به جي حڪم جي مقابلي ۾ حِلم اختيار ڪرڻ بلڪل غلط تاويل ۽ غلط قياس آهي. عزرائيل عليه السلام چيو ته آئون پهرين تنهين ملائڪن کان وڌيڪ رحم ڪرڻ وارو آهيان. الله تعاليٰ جي طرفان اها مصيبت ۽ آزمائش جيڪا آخرت جي بهبود جو سبب بنجي ان نعمت کان بدرجها بهتر آهي جيڪا گمراهيءَ جو سبب بنجي. الله تعاليٰ مصيبتن کي اُخروي عروج جو سبب بنائي ٿو ۽ ان قهر ۾ مِهر مخفي آهي. جيڪڏهن الله تعاليٰ جو اهو حڪم قهر به آهي ته منهنجي اُن رحم کان بدرجها افضل آهي جيڪو آئون توتي ڪريان ۽ تو مان مِٽي نه کڻان. الله تعاليٰ جي حڪم تي جيڪڏهن جان کان به دريغ ڪيو وڃي ته اها هلاڪت آهي. الله تعاليٰ جي حڪم مطابق جان حوالي ڪرڻ جان جي افزائش جو سبب آهي. ان ڪري بدگماني ۽ گمراهي ڇڏي ڏي! جڏهن توکي اُن حڪم ڏنو آهي ته مٿي پر هَل، الله تعاليٰ جو اهو حڪم ڪرڻ ته هلي آ، ته توکي جنت جي نعمتن سان مالامال ڪري ڇڏيندس. عزرائيل عليه السلام چيو ته آئون الله تعاليٰ جي حڪم جاري ڪرڻ ۾ ڪا هيڪ ڪونه ڪندس. حضرت عزرائيل عليه السلام جون سڀ نصيحتون بيڪار ٿيون. زمين جي بدگماني ڪيس ہوڑو ڪري ڇڏيو هو. زمين وري ٻئي نموني سان حضرت عزرائيل عليه السلام جي خوشامد شروع ڪئي. حضرت عزرائيل عليه السلام زمين کي چيو ته خداوندي حُڪم جي تعميل تنهنجي لاءِ مفيد آهي. منهنجي ذميداري آهي ته توکي ڪو نقصان ڪونه پُهچندو. آئون الله جي حڪم جو غلام آهيان، ان جو هر حڪم ناممڪن کي ممڪن بنائي ڇڏي ٿو. آئون الله جي ڳالھ کان سواءِ پنهنجي جان جي ڪا ڳالھ نٿو ٻڌان. ان جو حڪم مون کي پنهنجي جان کان به وڌيڪ پيارو آهي. جان ته الله تعاليٰ جي ڏنل هئي جيڪڏهن اُن جي حڪم تي جان ويئي ته اهو سوين جانيون عطا ڪري سگهي ٿو. الله جي مقابلي ۾ جان حقير آهي مُنگهڻ ڪهڙي شيءِ آهي جو اُن جي ڪري رِلي ساڙي ڇڏيان. آئون ٿوري فائدي جي ڪري وڏو نقصان برداشت نٿو ڪري سگهان. اُن جي حڪم کي ڪنهن جي آه و زاري جي ڪري نٿو ٽاري سگهجي. آئون اُن جي حڪم اڳيان مجبور آهيان.

اهل الله هر معاملي ۾ مُسَبب الاسباب تي نظر رکندا آهن. اسباب کان قطع نظر ڪندا آهن. اسباب کي ڪاريگر جو اوزار سمجهندا آهن. حضرت بايزيد بُسطامي فرمايو هو ته مون وڏي عرصي کان نه ڪنهن انسان جي ڳالھ ٻڌي آهي ۽ نه ڪنهن انسان سان ڳالهايو آهي. ان جو مطلب اهو ئي هو ته هُو هر معاملي جو متصّرف خدا کي ئي سمجهندو هو. جڏهن ديوار ڪِليءَ سان شڪايت ڪئي، تڏهن ڪليءَ جواب ڏنو ته اصل سبب کي ڏيان ۾ رک!

احمقانه از سِناں رحمت مجو
دردہانِ اژدہا رَو بہرِ اُو

ترجمو: ”بيوقوفيءَ جي ڪري ڀالي کان رحم گُهرندڙ نه ٿيءُ، اُن (الله تعاليٰ) جي لاءِ اَرڙ نانگ جي وات ۾ هليو وڃ.“

الله جي ڪنهن حڪم کان نٽ نٽاءُ نه هجڻ گهرجي. جيڪڏهن اهو نانگ جي وات ۾ وڃڻ جو حڪم ڏي ته ان کي ئي بهتر سمجهڻ گهرجي. حضرت عزرائيل عليه السلام فرمايو ته حقيقي فاعل الله تعاليٰ آهي آئون بمنزله اُن جي اوزار جي آهيان، ڪنهن تي رحمت جو حڪم هوندو ته آئون رحم ڪندس، ڪنهن تي قهر جو حڪم هوندو ته قهر ڪندس. جهڙي طرح اهو حڪم ڏيندو آئون اهو ئي ڪندس. چاهي اُن ۾ ڪنهن جو فائدو هجي. يا بظاهر نقصان هجي حضرت

عزرائيل عليه السلام فرمايو ته الله تعاليٰ مون کان جيڪو به ڪم وٺندو آئون اهو ئي ڪندس. حديث شريف ۾ آهي ته: اِنَّ قُلُوْبَ بَنِيْ آدَمَ بَيْنَ اِصْبَعِيْنِ مِنْ اَصَابِعِ الرَّحْمٰنِ يُقَلِّبهَا كَيْفَ يَشَاءُ. "انسانن جون دليون الله تعاليٰ جي ٻن آڱرين جي وچ ۾ آهن جيئن چاهي انهن کي ڦيري، مرضي وارو آهي." عزرائيل عليه السلام مٽيءَ کي ڳالهين ۾ لڳايو ۽ مٽيءَ جي هڪ مُٺ ڀري ورتي ۽ الله جي دربار ڏانهن وڃڻ لڳو. مٽيءَ کي الله جي دربار ۾ وٺي ويو جيئن ڀڳوڙي ٻار کي اسڪول ۾ نيو ويندو آهي. حضرت عزرائيل عليه السلام جيئن ته زمين جي خوشامد کان متاثر ڪونه ٿيو هو انهيءَ ڪري الله تعاليٰ ان جي لاءِ جَلّادي جو عُهدو پسند فرمايو. حضرت عزرائيل عليه السلام کي ملڪ الموت بنايو ويو، تڏهن اُن عرض ڪيو ته جن ساهوارن جو روح قبض ڪندس اهي مون سان بُغض رکندا ۽ مون کي پنهنجو دشمن سمجهندا. پوءِ اها ڳالهه توهان منهنجي لاءِ ڇو پسند ڪريو ٿا؟ الله تعاليٰ حضرت عزرائيل عليه السلام کي جواب ڏنو ته موت جا اسباب آئون پيدا ڪندس. ماڻهو انهن کي ڏسندا، تو ڏانهن ماڻهن جون نظرون ڪونه ٿينديون. حضرت عزرائيل عليه السلام عرض ڪيو اهو ته درست آهي ته عوام جون نگاهون اسباب تي هونديون آهن پر خاصانِ خدا به آهن جيڪي اسباب کان قطع ڪندا آهن ۽ اصل کي پيش نظر رکندا آهن. اهي ماڻهو هي ڄاڻندا آهن ته دوا ۾ تاثير آهي پر جڏهن اها اثر نه ڪري ته پوءِ اهو فعلِ خداوندي آهي. حديث شريف ۾ آهي ته لِكُلِّ دَاءٍ دَوَاءٌ "هر بيماريءَ جي دوا آهي." سيءَ کان پوستين ۽ ڪل جي ذريعي بچاءُ ٿيندو آهي پر جيڪڏهن خدا چاهي ته سيءُ (سردي) ڪل کان لنگهي بدن تائين پهچي وڃي ٿو. پوءِ جسم ۾ اهڙو سيءُ ٿيندو آهي جو نه ڪپڙن سان چين ايندو آهي نه باهه ۽ دُونهين سان آرام ٿيندو آهي. قضاءِ خداوندي جي خلاف هر دوا بيڪار ثابت ٿيندي آهي ۽ طبيب پنهنجي حماقت سان اُبتي دوا تجويز ڪندو آهي. جن ماڻهن کي بصيرت حاصل آهي اهي اسبابن کان ڌوڪي ۾ ڪونه پوندا آهن ۽ نگاهه صحيح ڪم ڪندي آهي پر جيڪو ٻاڏو آهي اهو اسبابن کي ڏسندو آهي.

**الله تعاليٰ جو عزرائيل عليه السلام کي جواب: اصل ۽ اسباب جي وڏيڪ سمجهاڻي**

الله تعاليٰ به حضرت عزرائيل عليه السلام کي جواب ڏنو ته تون بمنزله هڪ سبب جي آهين، توڙي جو هين سببن کان مخفي آهين پر بصيرت وارا توکي به سبب سمجهندا ۽ حقيقي متصرف مونکي ئي ڄاڻندا.

*گفت یزداں ہر کہ باشد اصل داں*
*پس ترا کی بیند او اندرمیاں*

ترجمو: "الله تعاليٰ فرمايو جيڪو شخص اصل کي ڄاڻڻ وارو هوندو اُهو توکي درميان ۾ ڪيئن ڏسندو؟"

الله تعاليٰ فرمايو: تون فقط هڪ پردو آهين، اصحاب بصيرت جي نگاهه پردو چاڪ ڪري اصل تائين پهچي ويندي آهي. جيئن ته اصحاب بصيرت جون نظرون اُخروي دولت تي آهن. انهيءَ ڪري اهي موت ۽ مارڻ واري کي بُرو نٿا سمجهي سگهن. اهي پنهنجي موت کي ائين سمجهن ٿا جيئن ڪو ڪوهه مان نڪري باغ ۾ پهچي وڃي. مومن جو موت ائين آهي جيئن ڪنهن قيديءَ جو قيد مان نڪرڻ. جيڪڏهن ڪو ڪارڪن ان کي ٽوڙيندو ته ڪنهن قيدي کي تڪليف نه ٿيندي.

اهو قيدي ڪا ڳالهه ڪونه ڪندو. ائين نه چوندو ته تو نازڪ عمده پٿر يا عمارت ٽوڙي ڇڏي. اهي ڳالهيون اهو قيدي چوندو جيڪو جيل خاني مان ڦاسي گهاٽ تي وڃي. مومن جو موت ته اهڙو آهي جو ڪنهن کي نانگ جي زهر مان بچائي ڪنڊ ڏانهن پهچايو وڃي. جڏهن روح جسم جي قيد مان آزاد ٿي وڃي ته اُن جي پرواز وڌي ويندي آهي. مومن جي دنياوي زندگي جو مثال قيدي وانگر آهي. قيدي چاهيندو آهي ته اهو سجاڳ نه ٿئي ۽ روح جسم ۾ موٽي نه اچي. جيڪڏهن الله تعاليٰ ان قيديءَ جي دعا قبول ڪري ته اهو ڪيتري قدر خوش نصيب هوندو. اُن قيدي جي ننڊ

ڪيتري پياري هوندي جو موت ڏسڻ ڪان سواءِ جنت ۾ هليو ويجي. سُجاڳي ۽ روح جي جسم ۾ اچڻ تي اُن کي خوشي نہ ٿيندي آهي، جڏهن مومن جي لاءِ دنيا قيدخانو آهي ۽ ڪيس ان ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اُن جي لاءِ آخرت ۾ محفلون آراستہ آهن. آخرت ڏانهن رستو وٺڻ جي لاءِ رات جو محراب ۾ ويهڻ گهرجي ۽ ميڻ بتي وانگر لُڙڪ وهائڻ گهرجن. هڪ مومن کي شب بيداري مان عبادت ۾ شمع وانگر پُرسوز ۽ پُر عشق رهڻ گهرجي. دنياوي لذتن کي ترڪ ڪري اُخروي نعمتن جو منتظر رهڻ گهرجي. بيد مُشڪ وڻ جون نازڪ شاخون هر وقت ڏڪنديون رهنديون آهن، مومن کي بہ ائين رهڻ گهرجي. الله تعاليٰ جي طرفان جهڙي طرح دنياوي نعمتن جو اهتمام آهي اُخروي نعمتن جو بہ اهتمام ٿي رهيو آهي. آخرت جي نعمتن تائين پهچڻ جو ذريعو انسان جي طلب ۽ جستجو آهي، نہ ڪ انسان جي جسماني طاقت. اها طلب ۽ جستجو بہ الله تعاليٰ عنايت فرمائيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ هر طالب جي لاءِ هڪ مناسب مطلوب هجڻ گهرجي. فطري طلب ۾ اضافو ڪري سگهجي ٿو. جڏهن تون مري وڃين تہ هن حالت ۾ مر جو ماٺهو توکي مئل سمجهن ۽ تون پاڻ کي ابدي زندگي سان زنده سمجهين. مئل سمجهڻ وارن کي تون هي چوين تہ جيتوڻيڪ منهنجو جسم عام جسمن وانگر مئل نظر اچي رهيو آهي پر دل ۾ ان ئي صحبت جون بهارون ڏسڻ ۾ اچي رهيو آهن. جيڪڏهن روح گل نسرين جو سير ڪري رهيو آهي تہ جسم جي ڪنهن خراب جڳهہ تي هجڻ جي ڪري اهو صدمو ۽ ڏک نٿو ٿئي. جيڪو بہ روح عالمِ برزخ ۾ آرام سان سمهي رهيو آهي انکي جسم جي ڪا پرواهہ نہ هوندي آهي. جنتي جنت ۾ داخل ٿيڻ وقت تمنا ڪندو تہ ڪاش! منهنجي قوم منهنجي هن عيش ۽ عشرت ڪان آگاهہ هجي. جنت ۾ اهو مادي بدن نہ هوندو ۽ روح زنده رهندو ۽ اُنکي زنده رکڻ جي لاءِ خُدا اُنکي روزي عطا ڪندو. اها معنوي روزي ۽ زندگي هوندي.

*وارہی زیں روزی ریزہ کثیف*
*درفتی درلوت و در قُوتِ شریف*

ترجمو: ”هن گندي ۽ معمولي روزيءَ ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪر، تون لذيذ غذا ۽ شريف روزيءَ کي پهچي ويندين.“

انسان جيتري قدر ظاهري رزق ڪان پري رهندو اوتري قدر اُن کي باطني رزق حاصل ٿيندو. معنوي رزق انهن سيني عيبن ڪان پاڪ آهي جيڪي ظاهري رزق ۾ آهن. رزق ظاهري، آنڊي جو سور ۽ معدي جون بيماريون پيدا ڪندو آهي. اِن ظاهري رزق جي گهٽتائي ۽ زيادتي ٻئي نقصانڪار آهن. اوباسي سُستي جي نشاني آهي جنهن سان دماغ ڍِل ٿي ويندو آهي. انسان ظاهري روزي کي ڇڏيندو آهي ۽ معنوي روزيءَ جو منتظر رهندو آهي، تڏهن اُن کي معنوي روزي حاصل ٿيندي آهي. اهو پيٽ ڀريل انسان معنوي روزيءَ جو منتظر ڪونہ رهندو آهي. جڏهن ظاهري روزي ڪونہ هوندي ۽ بُک لڳندي تڏهن انسان معنوي روزيءَ جو منتظر رهندو ۽ الله تعاليٰ ستر دفعا وڌيڪ معنوي روزي عطا فرمائيندو. حديث شريف ۾ آهي تہ اَفْضَلُ الْعِبَادَةِ انْتِظَارُ الْفَرَجِ ”ڪُشادگيءَ جو منتظر رهڻ بهترين عبادت آهي.“ ظاهري روزيءَ ڪان پاسو ڪري جڏهن بُک پيدا ڪري وٺندؤ. تڏهن معنوي زندگيءَ جو سج اُڀرندو. جيڪڏهن مهمان ڪاڏو گهٽ کائيندو آهي تہ سخي ميزبان ان جي لاءِ اڃا وڌيڪ سٺو ڪاڏو تيار ڪري آڻيندو آهي. ڪميڻي ميزبان جو اهو طريقو آهي تہ اهو مهمان جي پرواهہ ڪونہ ڪندو آهي ۽ ان جي گهٽ کائڻ سان ڪو سُٺو ڪاڏو ڪونہ ڪارائيندو آهي. خدا سان اهڙي قسم جي بدگماني نہ ڪريو. اهو سخي مهربان آهي. ظاهري گهٽ روزيءَ تي اڪتفا نہ ڪريو بُلند همت رکو. بُلند مٿي تي الله جو نور جلد پهچندو آهي. سج جي روشني سڀ ڪان پهرين بُلند جبل تي پرندي آهي.

**بيوقوف چوڻ لڳو: موت نہ هجي ها تہ هيءُ جهان ۽ زوال نہ هجي ها تہ هيءَ دنيا ڪيڏي نہ سٺي هئي!**

هن مان هيءُ سمجهائڻ مقصد آهي تہ معنوي روزي عالمِ بالا سان متعلق آهي ۽ هن دنيا جي روزي ڪا اهميت نٿي رکي. عالمِ بالا ۽ معنوي روزي کي ڇڏي دنيا جي زندگي ۽ هتي جي روزي کي پسند ڪرڻ حماقت جي ڳالهہ آهي.

آں یکے می گفت خوش بودے جہاں
گر نبودے پائی مرگ اندر میاں

ترجمو: ”هڪ شخص چوندو هو تہ دنيا سُٺي آهي پر جيڪڏهن موت جو پاڇو وچ ۾ نہ هجي.“

اهو بيوقوف دنيا جي ابدي زندگيءَ جو متمنّي هو. ٻيو شخص جيڪو عقل مند هو، تنهن چيو تہ دنيا جي زندگي تہ فقط اِن جي لاءِ آهي تہ هتي ماڻهو ڪجهہ سُٺا ڪم ڪري تہ آخرت جي هميشہ جي زندگيءَ ۾ ڪم اچن. جيڪڏهن موت نہ هجي ۽ آخرت تائين نہ پهچي تہ پوءِ دنيا جي اعمالن جو مثال ان ڪِرِي جهڙو آهي جيڪو بغير ڪنهن نفعي جي جهنگ ۾ ڦاهيو وڃي.

اُخروي زندگيءَ جي ڀيٽ ۾ دنياوي زندگي بمنزلہ موت جي آهي. هن کي زندگي سمجهڻ بيوقوفي آهي. ڪوڙو عقل ابتو ڏسندو آهي. ڇريو زندگيءَ کي موت سمجهندو آهي ڇاڪاڻ تہ ان جا حواس سالم نہ هوندا آهن. انساني عقل ناقص دنيا جي شين کي انهن جي برعڪس ڏيکاريندو آهي. اي خدا، تون ان کي صحيح حالت ۾ اسان کي ڏيکار. جڏهن مردي تي دنيا ۽ آخرت جي حقيقت کلي ويندي آهي تہ پوءِ اهو مرڻ تي افسوس ڪونہ ڪندو آهي پر پنهنجن سٺن ڪمن جي ڪميءَ تي افسوس ڪندو آهي.

دنيا ماتم جي جاءِ آهي. مرڻ ڪانپوءِ انسان آخرت جي وسيع ميدان ۾ منتقل ٿي ويندو آهي قرآن شريف ۾ آهي: اِنَّ الْمُتَّقِيْنَ فِيْ جَنّٰتٍ وَّنَهَرٍ ۝ فِيْ مَقْعَدِ صِدْقٍ عِنْدَ مَلِيْكٍ مُّقْتَدِرٍ ۝ (القمر: 54-55) ”جيڪي ماڻهو پرهيزگار آهن، اهي باغن ۽ نهرن ۾ سچي جڳهہ ۾ قادر بادشاهہ جا مقرب هوندا.“ جيڪڏهن تون هن وقت تائين آخرت جي تياري نہ ڪري سگهيو آهين تہ هاڻي ڪري وٺ ۽ موت کان اڳ ۾ مردانہ موت اختيار ڪر.

**بدعملين کي نيڪين ۾ تبديل ڪندڙ رحمت اللعالمين**

هِن جو مقصد هيءُ سمجهائڻ آهي تہ الله جي قُرب ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون نعمتون حاصل ٿينديون آهن. ڪڏهن، فراق وصال جو سبب بنجي ويندو آهي. گهڻا گناهہ بابرڪت ثابت ٿيندا آهن. الله تعاليٰ نيڪ ماڻهن جي برائين کي ڀلائين ۾ تبديل ڪندو آهي.

در حدیث آمد کہ روزِ رستخیز
امر آید ہر یکے تن را کہ خیز

ترجمو: ”حديث شريف ۾ آهي تہ قيامت جي ڏينهن هر جسم کي حڪم ٿيندو تہ اُٿ!“

صور ڦوڪڻ خدا پاڪ جو حڪم آهي. پوءِ سڀ مرده زنده ٿي ويندا. جيئن ننڊ مان ماڻهو سجاڳ ٿيندو آهي، اهڙي طرح سڀ اُٿندا. صبح ٿيندي ئي روح جسم ۾ اچي ويندو آهي ۽ جسم جو لباس پائيندو آهي ۽ پنهنجي جسم کي چڱي طرح سڃاڻندو آهي. ڪڏهن ائين ڪونہ ٿيو تہ ڪنهن جو روح ڪنهن ٻئي جي جسم ۾ هليو ويو هجي. عالم جو روح عالم ۾، ظالم جو روح ظالم ۾ پهچي ويندو آهي. هر روح پنهنجي جسم کي ان علم جي ذريعي سُڃاڻندو جيڪو خدا ان کي عطا ڪيو آهي. جيئن رڍ ۽ ان جو گهيٽو هڪٻئي کي سڃاڻندا آهن. پيرَ اوندهہ ۾ پنهنجو ئي جوتو سُڃاڻندا آهن. انسان جو ننڊ مان صبح سوير اُٿڻ ننڍو حشر آهي. ان مان وڏي حشر کي سمجهو. قيامت ۾ جهڙي طرح روح جسم ڏانهن پرواز ڪري ايندو، اهڙي طرح اعمال ناما ساڄي ۽ کاٻي پاسي کان پرواز ڪري انسانن وٽ ايندا.

ملائڪ هر انسان جي هٿ ۾ ان جون نيڪيون ۽ گناهن جا اعمالناما پڪڙائيندا.

جڏهن محشر جي صبح انسان موت جي ننڊ مان سجاڳ ٿيندو تہ ان جو خير ۽ شر ان وٽ پهچي ويندو. جيڪڏهن ان مُجاهدو ڪري نيڪ عادت بنائي هوندي تہ محشر ۾ اها ان جي اڳيان ايندي ۽ جيڪڏهن اهو دنيا ۾ ڪچو، خراب ۽ گمراھ هو تہ انجو ڪارو اعمال نامو ان جي کاٻي هٿ ۾ ڏنو ويندو. جيڪڏهن انسان نيڪ هو تہ ان جو اعمال نامو ساڄي هٿ ۾ ڏنو ويندو. اسانجو سُمهڻ ۽ وري اُٿڻ اسانجي مرڻ ۽ وري قيامت ۾ زندھ ٿيڻ جا گواھ ۽ شاهد آهن. ننڍي قيامت سمهي اُٿڻ آهي. وڏي قيامت مرڻ ڪان پوءِ زندھ ٿيڻ آهي. سمهڻ ننڍو موت ۽ مرڻ وڏو موت آهي. دنيا ۾ جيڪي اعمال نامہ ملائڪ تيار ڪري رهيا آهن اهي اسان ڪان لڪل آهن. قيامت ۾ اهي ظاهر ٿيندا. اهو اعمال نامو هتي لڪل آهي پر اُتي ان جو اثر ظاهر ٿيندو.

ان جو مثال هي آهي تہ انجنيئر جي دل جا خيال آخر ۾ صورتون اختيار ڪندا آهن. انسان جا اندروني خيال ظاهري صورتون اختيار ڪندا. جهڙي طرح زمين جي اندر پيل ٻج هڪ مقرر مدت ڪانپوءِ وڻ جي صورت اختيار ڪندو آهي تيئن انسان جا خيال ۽ اعراض قيامت ۾ صورتون اختيار ڪندا ۽ جوهر بنجي ويندا. هتي ٻنهين محشرن جو خيالي قصو بيان ڪونہ ٿو ڪجي، پر مومنن جي لاءِ بطورِ عبرت ان جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

هر نيڪ ۽ بد رنده ٿي ٻجي عدالت ۾ پهچندو. عدالت ۾ پهچڻ ڪانپوءِ امتحان شروع ٿيندو ۽ لِڪل راز ظاهر ٿي ويندا. دل جا راز اهڙي طرح ظاهر ٿيندا جهڙي طرح لالٽين (بتيءَ) ۾ تيل يا پاڻيءَ جو پتو پئجي ويندو آهي. جيڪڏهن تيل هوندو آهي تہ بتي ٻرندي آهي يا ساوڪ ڦٽڻ سان پتو پوندو آهي تہ زمين اندر ڪهڙو ٻج آهي. جيڪڏهن انسان ۾ تقويٰ آهي تہ ان تي سرسبزي نمودار ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن بدڪار آهي تہ بنفشہ وانگر هيٺ ڪنڌ هوندس. خوف مان اکيون ڏرا ڏيئي ويندس، ڪيس بُرو اعمال نامو کاٻي هٿ ۾ ڏنو ويندو. هر شخص ساڄي ۽ کاٻي نظرون ڦيريندو تہ متان اُن جو اعمال نامو کاٻي هٿ وارو نہ هجي جيڪو مجرمن جو هوندو. ڪنهن شخص جي هٿ ۾ اهڙو اعمال نامو هوندو تہ پورو ڪارو هوندو جنهن ۾ بُرائي ڪان سواءِ ڪا ڀلائي ڪونہ هوندي. اُن گنهگار چوريون ۽ ٺڳيون ڪيون آهن، اهي سڀ اُن اِعمال نامي ۾ درج هونديون ۽ ان جو تڪبر ۽ غرور بہ لکيل هوندو. گناهن سان ڀريل ڳري اعمال نامي ڪي جڏهن پڙهندو تہ ان جا سڀ گناھ لکيل هوندا ۽ معذرت جو رستو بند هوندو. گنهگارن جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اَلۡيَوۡمَ نَخۡتِمُ عَلٰٓى اَفۡوَاهِهِمۡ وَتُكَلِّمُنَآ اَيۡدِيۡهِمۡ وَتَشۡهَدُ اَرۡجُلُهُمۡ بِمَا كَانُوۡا يَكۡسِبُوۡنَ ۝ (يٰس:65) ”اڄ اسين انهن جي واتن تي مُهر لڳائينداسون ۽ اسان سان انهن جا هٿ ڳالهائيندا ۽ انهن جي ڪارنامن تي انهن جا پير شاهدي ڏيندا.“ جڏهن چور جي گهر مان چوريءَ جو سامان برآمد ٿي وڃي تہ ثبوت مڪمل ٿي ويندو آهي. ڪنڊن وارو ٽارو ٻارڻ جي ئي ڪم ۾ ايندو آهي جيڪي ملائڪ اڳ ۾ اُن ڪان لِڪل هئا، هاڻي چوڪيدار وانگر اُن تي مسلط هوندا. اهي ملائڪ اُن ڪي جهنم ڏانهن وٺي ويندا هو. ڪوشش ڪندو تہ جهنم ڪان ٻچي وڃي. هو جهنم ڏانهن وڃڻ ڪان لنوائيندو ۽ ڪنهن اُميد تي مُڙي ڏسندو پر سرءُ جي برسات بيڪار هوندي آهي. هو مُڙي الله جي دربار ڪي ڏسندو تہ اُن گنهگار جي لاءِ عالمِ قدس ڪان خطاب ٿيندو تہ اي ڪوڙا! عملن ڪان خالي، پوئتي موٽي ڇو ڏسين ٿو؟ ڪهڙي بدلي جو انتظار آهي! تنهنجو اعمال نامو تنهنجي هٿ ۾ اچي چڪو آهي، هاڻي ٽال مٽول بيڪار آهي اُن مان ڪو فائدو نہ آهي. هاڻي توڪي عذاب جي کڏ ۾ وجهڻو آهي. اتي روشنيءَ جي ڪا اميد نہ آهي. الله تعاليٰ گنهگار ڪي فرمائيندو تہ تو وٽ ڪو خير جو ڪم نہ آهي. نہ خير جي نيت، نہ رات جي نماز نہ ڏينهن جو روزو! تو ماڻهن ڪي زبان سان بہ ستايو ۽ ظالمن جي انجام بد ڪان تو عبرت حاصل ڪونہ ڪئي. عبرت جو مطلب هي آهي تہ تون پنهنجي مرڻ ۽ سڪرات جي ڪيفيت جو تصور ڪري عبرت حاصل ڪرين ها ۽ پوئين عبرت جو مطلب هي آهي تہ جيڪي توڪان اڳ ۾ مئا آهن انهن ڪان عبرت حاصل ڪرين ها. جيڪڏهن تو وٽان گناھ ظاهر بہ ٿيا هئا تہ توبھ ڪرين ها. جڏهن

تنهنجي عملن جي تارازي ۾ ساهمي غلط هئي ته هاڻي بدلي جي ساهمي ڪيئن صحيح ٿي سگهي ٿي؟ ۽ تو ڪي ساڄي هٿ ۾ اعمال نامو ڪيئن ملي سگهي ٿو. جزا ۽ بدلي جو مثال پاڇي وانگر آهي. جڏهن قد ٽيڙو آهي ته پاڇو ضرور ٽيڙو ۽ آڏو ٿيندو. الله تعاليٰ جي طرفان اُن گنهگار ڪي اهڙا سخت جواب ملندا جو انهن سان جبل به جُهڪي وڃي. هاڻي اهو گنهگار الله جي دربار ۾ عرض ڪندو ته منهنجيون جيڪي خطائون ڳڻيون ويون آهن آئون انهن ڪان به وڌيڪ خطاوار آهيان پر تنهنجي رحمت انهن گناهن ڪان به بدتر گناهن جي پرده پوشي ڪري ٿي، مون ڪي نه پنهنجي عملن تي ڀروسو آهي نه پنهنجي عاجزيءَ تي پر فقط تنهنجي ڪرم تي ڀروسو آهي. منهنجي اميد تنهنجي اُن ڪرم سان وابسته آهي جيڪو ڪنهن به بدلي ۽ عيوض ڪان بي نياز آهي. آئون مُڙي تنهنجي اُن ڪرم ڪي ڏسان ٿو، پنهنجي عملن ۽ افعالن ڪي ڪونه ٿو ڏسان تو اسان ڪي وجود عطا ڪيو هو. اهو تنهنجو محض ڪرم هو، ورنه ان ڪان اڳ ۾ نيڪ عمل ڪٿي هئا. جڏهن اهو گنهگار پنهنجيون خطائون ڳڻائيندو تڏهن الله تعاليٰ جي بخشش جي عطا شروع ٿي ويندي. الله تعاليٰ ملائڪن ڪي حڪم فرمائيندو ته هن گنهگار اسان جي بخشش سان اميد وابسته ڪئي آهي انهيءَ ڪري هن ڪي جهنم ڪان واپس وٺي اچو، اسين اِن جون سڀ خطائون معاف ڪريون ٿا ۽ اسان ڪي ڪا پرواهه نه آهي، ڇاڪاڻ ته اسين بي پرواهه آهيون. بي پرواهه اهو هوندو آهي جنهن ڪي ڪنهن جي نيڪي ۽ بدي سان ڪو نقصان نه پُهچي. اسين پنهنجي ڪرم جي اها باهه ٻاريندا سون جيڪا سيني جي ڏوهن ۽ خطائن ڪي ساڙي ڦُلهيار بنائي ڇڏيندي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته لِّيُنذِرَ مَن كَانَ حَيًّا وَيَحِقَّ الْقَوْلُ عَلَى الْكَافِرِينَ ۝ أَوَلَمْ يَرَوْا أَنَّا خَلَقْنَا لَهُم مِّمَّا عَمِلَتْ أَيْدِينَا أَنْعَامًا فَهُمْ لَهَا مَالِكُونَ ۝ (سبا:70-71) "اي ايمان وارويءَ! الله ڪان ڊڄو پرهيزگاري حاصل ڪريو ۽ سِڌي ڳالهه چئو ته اهو توهان جي عملن جي اصلاح ڪندو ۽ توهان جي لاءِ توهان جا گناهه بخش ڪندو." جيتري قدر انساني افعال آهن اهي مظهر صفات ۽ اسماء باري تعاليٰ آهن ۽ ان اعتبار سان انهن ۾ هڪ نور آهي پر جيئن ته انهن جو صدور ٻانهي جي اختيار سان ٿيو آهي، ان عارضي جي ڪري انهن ۾ جُرم ۽ خطا جي صفت پيدا ٿي ويئي آهي، جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي ڪرم سان ان اختيار جي نسبت ڪي محو فرمائيندو تڏهن ان جو نور واضح ٿي ويندو ۽ انهن افعالن ۾ جُرم ۽ خطا جي صفت باقي ڪونه رهندي.

مولانا رومي ٻانهي جي ان اختيار جي حقارت ۽ صفت ڪي ظاهر فرمائي ٿو. اقوالن ۾ ٻانهي جو اختيار فقط هڪ زبان جي ڪري آهي، نظر جي گناهن ۾ اختيار جو تعلق اکين جي معمولي چربيءَ سان آهي. مسموعات (ٻڌڻ) ۾ اختيار فقط ڪن جي ٻن هڏين جي ڪري آهي. معلومات ۾ اختيار جو تعلق دل جي رت جي ٻن ڦڙن سان آهي. اها آهي ٻانهي جي اختيار جي حقيقت. انسان منيءَ جهڙي پليد شيءِ مان ٺهيو آهي، جنهن دنيا ۾ پنهنجو غلط شان ۽ شوڪت بنائي رکيو آهي. جڏهن انسان ايتري قدر ناچيز آهي ته غرور ۽ تڪبّر اُن جي مناسب نه آهي، ڪيس اياز وانگر پنهنجي اصل تي نگاهه رکڻ گهرجي.

## اياز جو پنهنجي چپل ۽ گودڙيءَ کي الڳ حجري ۾ لڪائي رکڻ جو سبب

انسان ڪي پنهنجو اصل ۽ حقيقت اهڙي طرح پيش نظر رکڻ گهرجي جهڙي طرح اياز عروج جي زماني ۾ پنهنجي اصل حقيقت ڪي فراموش نه ڪندو هو.

آں ایاز از زیرکی انگیختہ
پوستین و چارقش آویختہ

ترجمو: "اياز مان ذهانت ٻَکندي هئي. هن پنهنجي گودڙي ۽ چپل ٽنگي ڇڏيا هئا..."

اياز سلطان محمود جو هڪ ادنيٰ غلام هو ۽ پوءِ ترقي ڪري ان جو گهڻ گهرو وزير بنجي ويو هو. جيئن ته هو عقل

جو اڪابر هو، تنهن ڪري هُن پنهنجي غلامي جي حالت واري گودڙي ۽ چپل هڪ ڪمري ۾ لِڪائي رکيا هئا. چارق اهڙي چپل کي چوندا آهن جيڪو ڏنار ماڻهو پائيندا آهن جيئن ٽرين وارو جهاڙولو يا جبل جي ماڻهن واري چال سمجهو.

اياز جو معمول هو ته روزانو ان حُجري ۾ وڃي پنهنجو پاڻ کي چوندو هو: موجوده عروج کان وڏائي نه ڪر، تنهنجو اصل هي آهي. ٻين وزيرن سلطان محمود کي چيو ته اياز جو هڪ خاص حُجرو آهي جنهن ۾ هو ڪنهن کي وڃڻ نٿو ڏي ۽ ان کي مضبوطيءَ سان بند ڪيو اٿس. ان ۾ هُن زر ۽ جواهر موتي گڏ ڪري رکيا آهن ۽ اُتي هڪ مَٽُ آهي جيڪو سون ۽ چاندي سان ڀريل آهي. بادشاهه چيو عجب آهي جو هُن اسان کان لِڪائي اها دولت گڏ ڪئي آهي. بادشاهه هڪ وزير کي اشارو ڪيو ته رات ۾ وڃي دروازو ٽوڙي اندر جانچ ڪر، ان حجري ۾ جيڪو توکي ملي اهو تنهنجو آهي. اياز جي ان راز بابت ماڻهن کي ٻڌائج. اسان جي ان ڪرم فرمائي هوندي هن اسان کان لِڪائي، ايترو مال چو گڏ ڪيو آهي ۽ اسان سان عشق ۽ محبت جو دم به ڀري ٿو ۽ وري ڪٽڪ ڏيکاري، جَوَ پيو وڪڻي! يعني ڏوڪيبازي ڪري رهيو آهي عاشق لاءِ محبوب جي غلاميءَ کانسواءِ باقي هر شيءِ ڪفر هوندي آهي. ان وزير طئي ڪيو ته اڌ رات جو اعتماد وارن ٽيهن ماڻهن کي وٺي ان حجري جي در کي ڀڃنداسين. چند نوجوان پهلوان بتيو ن ڪٽي خوشيءَ مان حُجري ڏانهن روانا ٿيا ته اسان کي موتي ملندا. ٻيو چوڻ لڳو: عقيق ۽ لعل سون ۽ چاندي جا ڍير آهن اهي سڀ پنهنجا آهن. جيئن ته اياز بادشاهه جو خاص خزانچي آهي ۽ بادشاهه کي پيارو آهي ۽ بادشاهه جو معشوق آهي. ان ڪري ان جي خزاني ۾ عقيق ۽ جواهر تمام گهڻا هوندا.

بادشاهه اياز جي حُجري کي ٽوڙڻ جي باري ۾ جيڪو حڪم ڏنو هو، اهو هن ڪري ڪونه ڏنو هو ته انهن ماڻهن جي ڳالهين جي ڪري بادشاهه اياز کان بدگمان ٿي ويو هو پر هُن اِن حڪم جي ذريعي ماڻهن کي آزمائڻ جي لاءِ مذاق ڪيو هو. بادشاهه اياز کي اِن تُهمت کان پاڪ سمجهندو هو پر پوءِ به بادشاهه جي دل ڌڪي رهي هئي ته جيڪڏهن خدانخواسته انهن ماڻهن جي اها تهمت صحيح نڪتي ته اياز کي گهڻو رنج ٿيندو. بادشاهه اهو سمجهندو هو، ته اياز جي حُجري ۾ خزانو گڏ ٿيل نه آهي ۽ جيڪڏهن خزانو گڏ به ڪيو اٿس ته جيئن ته اهو منهنجو محبوب آهي تنهن ڪري ان جو جيڪو جيءَ چاهي سو ڪري. جيڪڏهن ان خزانو به گڏ ڪيو آهي ته ڇڻ مون ئي گڏ ڪيو آهي چاڪاڻ ته مون ۽ هُن ۾ ٻيائي نه آهي. مولانا رومي اياز جي محبوبيت مان حضور ﷺ جي محبوبيت ڏانهن منتقل ٿي حضور ﷺ جن جي مدح شروع ڪئي آهي جو چوي ٿو ته سڀئي هستيون ان جي محبت جو هڪ ذرو آهن. سڀ درياءَ ان سان پاڪائي حاصل ڪن ٿا. ان جو هڪ هڪ قطرو تمام اهم آهي ۽ مينا بنائڻ وارو آهي. اهو شهنشاهه شاهه گُر آهي. نظر بد جي ڪري ان جو نالو اياز آهي. جيڪڏهن حضور ﷺ جي تعريف آهي ته اياز مان حضور ﷺ جي عبديت مراد آهي. آسمان جي وسعتن جيڏو وات چاهيان ٿو تان ته ان رشڪِ ملائڪ جي تعريف ڪري سگهان. چاڪاڻ ته منهنجو مُنهن (وات) ننڍو آهي، ان جي تعريف کان قاصر آهي. اهڙي طرح جون سوين تعريفون به ان امين جي خوبين جو پورو بيان نٿيون ڪري سگهن. معشوق جي تعريف ڪرڻ سان عاشق کي تسلي ٿيندي آهي. قبا ۽ چادر کي ڦاڙڻ سان جنون کي تسلي ٿيندي آهي. مجنون جو جنون مهيني جي ابتدائي ٽن ڏينهن ۾ جوش تي هوندو آهي. هيءَ به مشهور آهي ته ظالم حجاج اجنبي حالت ۾ هڪ ڏراڙ کان پڇيو ته حجاج جي باري ۾ تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟ تڏهن اُن حجاج کي پِٽون ڏيڻ شروع ڪيون. حجاج کي ظالم ڪوٺيو. ان تي حجاج چيو ته تون نٿو ڄاڻين ته آئون خود حجاج آهيان. تڏهن چرئي گهٻرائجي چيو: تون نٿو ڄاڻين ته آئون هڪ چريو آهيان ۽ مون کي هر مهيني ۾ ٽي ڏينهن چريائي جو دورو پوندو آهي ۽ اڄ انهن ٽن جو پهريون ڏينهن آهي. ان تي حجاج کِلي پيو ۽ ان کي انعام ڏنائين. ممڪن آهي ته ان لطيفي جي ٽن ڏينهن ڏانهن مولانا اشارو ڪيو هجي. مولانا فرمائي ٿو ته محبت ۾ چريائي جو منهنجو به پهريون ڏينهن آهي. جنهن جي دل ۾ معشوق حقيقي جو عشق هجي، انهن جي لاءِ ته هر گهڙي مهيني جا پهريان ٽي ڏينهن آهن.

تَتُونءَ کي تارو، تازيءَ کي اشارو!

محمود اياز جو عنوان تہ قصي جي ظاهري صورت آهي. اصل مقصد عشقِ خداوندي کي بيان ڪرڻ آهي.

قصہٴ محمود و اوصافِ اياز

چوں شدم ديوانہ رفت اڪنوں زساز

ترجمو: ”محمود جو قصو ۽ اياز جون وصفون هاڻي ترتيب کان ٻاهر ٿي ويا آهن، ڇو تہ آئون ديوانو بنجي ويو آهيان.“

جيئن تہ هاڻي مون ۾ عشقِ حقيقي جي ديوانگي پيدا ٿي وئي آهي، انهيءَ ڪري هي قصو بہ هاڻي بي ربط ٿي ويو آهي. هاٿي هندستان جو جانور آهي. غير ملڪ ۾ وڃي جڏهن اهو خواب ۾ هندستان کي ڏسندو آهي تہ ان تي مستي طاري ٿي ويندي آهي. هڪ چريو ۽ مجنون نظم ۽ قافيہ تي قادر ڪونہ رهندو آهي. منهنجو فقط هڪ جنون نہ آهي، جنون درجنون ۽ درجنون آهي، ڇاڪاڻ تہ عشق جو داستان بيان نٿو ڪري سگهان، انهيءَ ڪري ان جو اثر منهنجي جسم کي ڳاري رهيو آهي. جڏهن کان آئون پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري مقامِ مُشاهده ۾ پُهتو آهيان تہ اي محبوب، هاڻي مون ۾ اها طاقت نہ آهي جو تنهنجي عشق جو قصو بيان ڪري سگهان. هاڻي منهنجو وجود خود قصو بنجي ويو آهي، تون ان قصي کي بيان ڪر. آئون تنهنجي عشق ۾ فنا ٿي خود فسانو بنجي ويو آهيان. طور جي صدا خود طور جي ڪونہ هئي، اها تہ حضرت موسىٰ عليه السلام جي صدا جو پڙاڏو هئي. هاڻي آئون طور آهيان تون موسىٰ عليه السلام آهين انهيءَ ڪري مُنهنجو آواز حقيقت ۾ تنهنجو آواز آهي. جبل پاڻ اُن آواز کي نٿو سمجهي، موسىٰ عليه السلام سمجهيو هو. اِن مان هي نہ سمجهو تہ جبل بلڪل بي شعور آهي. جبل ۾ بہ شعور آهي پر حضرت موسىٰ عليه السلام جهڙو شعور نہ آهي. اصل لذت روح کي حاصل ٿيندي آهي، جسم بہ ان مان بهره اندوز ٿيندو آهي. اهو ئي حال حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ جبل جو آهي. جسم سان روح جي منزلن ۽ مرتبن جو اهڙي طرح پتو پوندو آهي جهڙي طرح اُصطرلاب سان سج جي احوالن جو پتو پوندو آهي. (اُصطرلاب هڪ اوزار آهي جنهن سان سج چنڊ وغيره جي فاصلن جو اندازو لڳايو ويندو آهي) جيڪو نجومي براه راست ستارن جا احوال نٿو ڏسي سگهي ان جي لاءِ اُصطرلاب ذريعو بنبو آهي. جيڪو نجومي براه راست چنڊ ۽ سج جي فاصلن کي نہ سمجهي سگهي، فقط اُصطرلاب جي ذريعي حقيقت تائين پهچي ٿو اهو آسمان ۽ سج جو ڪهڙو قدر ڄاڻندو؟ جبڪو انسان فقط اک جي اُصطرلاب جي ذريعي علم جي حقيقت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو اهو حقيقت تائين نہ پهچي سگهندو. اک جي ذريعي سمجهڻ وارو پنهنجي اک جي سمجهہ جي اندازي مطابق سمجهي سگهندو. عارفن کان سرمون حاصل ڪرڻ گهرجي پوءِ حقيقتون واضح ٿينديون. جيڪڏهن مون ۾ ٿورو بہ عقل هجي ها تہ آئون چريائي واريون ڳالهيون ڪونہ ڪريان ها پر جيئن تہ منهنجو عقل ۽ حواس گُم ٿي ويا آهن، انهيءَ ڪري هي بي ترتيب بيان ڪري رهيو آهيان. اهو معشوق جنهن جي ڪري هوش ۽ حواس گُم ٿي ويا آهن ان جو ڪو قصور نہ آهي. ان جو شان اهو ئي آهي تہ ان جي اڳيان عاقلن جا عقل گُم ٿي ويندا آهن. تنهنجي عشق جي جنون کان پوءِ مون کي عقل جي گهرج نہ آهي. تو مون کي چريائي ۾ مبتلا ڪيو آهي. مون عقل جي خواهش ڪونہ ڪئي آهي. جڏهن مون کي تو زينت بخشي آهي تہ حُسن تي حسد ڇو ڪريان؟ تنهنجي عشق ۾ منهنجو جنون پلو آهي ۽ تو منهنجي انهن ڳالهين جي تصديق ڪئي آهي. معشوق جو ڳالهائڻ حقيقت ۾ عاشق جو ڳالهائڻ آهي ۽ ان جي سمجهڻ جي لاءِ حوّاس نہ آهن. ان شراب کي همت وارو ئي برداشت ڪري سگهي ٿو، اِن جي غلامي جي حلقي جو هر ڪَنُ اهل نہ آهي، هاڻي مون کي جنون جو وري دورو پوڻ لڳو آهي. جلد زنجير آڻ، پر اها زنجير پنهنجي زُلفن جي آڻ، لوهہ جي زنجير منهنجي ديوانگي جو تاب برداشت نہ ڪري سگهندي. جنهن شخص جي پيرن ۾ عشق جي بيڙي هجي، ان تي نصيحت اثر نٿي ڪري سگهي. عشق جي قصي جي نہ ابتدا هوندي آهي ۽ نہ انتها.

چپل ۽ گودڙيءَ کي ڏسڻ جي حڪمت

باز گرداں قصہء عشق ایاز
کاں یکی گنجی ست مالامالِ راز

ترجمو: ”اياز جي عشق جو قصو ورجاءِ، ڇاڪاڻ ته اهو راز سان مالامال خزانو آهي.“

اياز جو قصو وري شروع ڪر ڇاڪاڻ ته ان ۾ گهڻيون حڪمتون لڪل آهن. اياز حجري ۾ هر روز چپل ۽ گودڙي ڏسڻ ويندو هو. عيش عشرت جي سامانن هوندي انسان ۾ نه عقل رهندو آهي نه شرم. قديم زماني کان اها فراواني قومن ۽ ماڻهن جي تباهيءَ جو سبب بڻي آهي. شيطان کي هر طرح جو عيش عشرت ۽ وڏائي حاصل هئي. اها ئي ان جي گمراهيءَ جو سبب بڻي. شيطان ملائڪن جو مُعلّم هو ۽ باهه مان پيدا ٿيو هو جيڪا مٽيءَ کان اعليٰ آهي انهيءَ ڪري اُن پاڻ کي سردار ۽ سردار زادو چيو. مِٽي مرتبي ۾ باهه کان گهٽ آهي. حضرت آدم عليه السلام جي پيدائش کان اڳ ۾ شيطان جي گهڻي عزت هئي.

آيت: خَلَقَ الْجَآنَّ مِنْ مَّارِجٍ مِّنْ نَّارٍ ... بابت

شعلہ میزد آتشِ جانِ سفیہ
کاتشی بُود الوَلد سِرُّ ابیہ

ترجمو: ”نالائق مان شعلا ٿي پڙڪيا. ڇاڪاڻ ته هو باهه مان نهيل هو. پٽ پيءُ جو راز هوندو آهي.“

جيئن شيطان آتشي آهي تيئن ان جي طبيعت به آتشي ثابت ٿي. جهڙو پيءُ تهڙو پٽ، مون ان جي نافرمانيءَ جي عِلت باهه کي قرار ڏنو. اصل علت قهرِ خدا آهي. الله جو ڪم علت تي مبني ڪونه هوندو آهي، الله تعاليٰ جا ڪمالات ۽ صفتون ازلي آهن. ڪو ڪم حادث ان جي علت ڪيئن بنجي سگهي ٿو. شيطان جي نافرماني جي علت ان جي آتشي هجڻ کي قرار ڏيڻ صحيح نه آهي، جڏهن ته ازلي تقدير ۾ ان کي نافرمان قرار ڏنو ويو هو. ان وقت نه باهه هئي نه شيطان جو آتشي هجڻ هو.

اَلْوَلَدُ سِرٌّ لِاَبِيْهِ يعني پُٽ جي وصفن لاءِ پيءُ جون وصفون علت آهن. بزرگ فرمائي ٿو ته پيءُ خود الله جو بنايل آهي، ڇا اهو علت بنجي سگهندو؟ اصل الله جي صفت آهي، پيءُ ان جو ظاهري ڇلڪو ۽ ڪل آهي. ته اصل علت ۽ سبب خدا جي ڪاريگري آهي. عشق روح ۾ واڌ ويجهه پيدا ڪندو آهي ۽ جسم کي گهٽائيندو آهي، جيڪو جسم ۽ ڪل جي واڌ ويجهه ڪري ٿو اهو دوزخي آهي ۽ الله تعاليٰ ان کي دوزخ ۾ نئين ڪل ڏيندو. قرآن پاڪ ۾ آهي: كُلَّمَا نَضِجَتْ جُلُوْدُهُمْ بَدَّلْنٰهُمْ جُلُوْدًا غَيْرَهَا لِيَذُوْقُوا الْعَذَابَ (النساء:56) ”انهن دوزخين جون جڏهن کلون سڙي وينديون اسين انهن جون کلون تبديل ڪنداسين تان ته اهي عذاب جو مزو چکن!“ انسان جو روح، روح ڪامل جو پرتوَو آهي. انهيءَ ڪري اهو باهه تي حاڪم آهي. باهه جو ٻارڻ انسان جو جسم آهي. جنهن ڪانيءَ جي پيالي ۾ پاڻي هجي، جيڪڏهن ان کي باهه تي رکبو ته پيالي تي باهه جو اثر ٿيندو. روح انساني باهه جو مالڪ آهي ۽ مالڪ فرشتو جهنم جو داروغو ۽ حاڪم آهي، اهو باهه سان ڪيئن تباهه ٿي سگهي ٿو. مالڪ ان ملائڪ جو نالو آهي جيڪو باهه جو حاڪم ۽ داروغو آهي. جڏهن تون مُجَسِّمِ ڪل بڻجي ويو آهين ۽ ڪل جهنمي شيءِ آهي. تون به جهنم جي دونهين مان آهين. جسم پروري مان تڪبّر پيدا ٿيندو آهي ۽ الله جو قهر ان جو قاتل آهي. جسم پروري جو نتيجو تڪبّر ۽ غرور هوندو آهي. انهيءَ ڪري تڪبر مال ۽ مرتبي کي گهڻو پسند ڪندو آهي. جيئن ته اهي شيون تن پروري جو سبب آهن، انسان جو تڪبّر ان جي ذات ۽ صفات کان غفلت جو نتيجو آهي ۽ ان جو ڄمڻ اهڙو ئي آهي جيئن برف جو ڄمڻ سج

کان غفلت جي بنياد تي آهي. جڏهن ان کي ذات صفات جو مشاهدو حاصل ٿيندو آهي، تڏهن انسان ۾ ان جي حاصل ڪرڻ جي لالچ پيدا ٿيندي آهي ۽ لالچي هميشه ذِلت اختيار ڪندو آهي.

جيئن عربي چوڻي آهي ذَلَّ مَنْ طَمَعَ، ”دنيا جي لالچ انسان کي ذليل ڪندي آهي.“ جيستائين انسان کي هڪ حقيقت جو مشاهدو نٿو ٿئي، اهو ظاهر تي قناعت ڪندو آهي ۽ قناعت جي هيڙي ان کي تڪبّر ۽ غرور ۾ مبتلا ڪندي آهي.

عَزَّ مَنْ قَنَعَ جي عام معنيٰ ته هيءَ آهي ته جيڪو شخص دنياوي معاملن ۾ قناعت اختيار ڪري ٿو، اهو باعزت رهي ٿو. مولانا فرمائي ٿو ته ان محاوري جي اها معنيٰ مراد نه وٺبي، پر مطلب هيءُ آهي ته تن پروري ڪُفر آهي ۽ دين ذلت اختيار ڪرڻ آهي. جسم جي پٿر کي جيستائين مجاهدن جي ذريعي فنا نه ڪيو ويندو، ته اهو جزاء نه بنجي سگهندو. جيئن ته انهن ماڻهن اصل جوهر کي ڪونه ڏٺو، انهيءَ ڪري اهي ڪل کي مغز سمجهي ويهي رهيا. انهن گمراهن جو پيشوا شيطان آهي جيڪو پاڻ مرتبي ۽ وڏائي جي چار ۾ ڦاسي ويو. مال ۽ مرتبي جي محبت انسان جي لاءِ نانگ آهي پر بزرگن جي محبت زمُرد آهي. مشهور آهي ته زمُرّد جي اثر سان نانگ انڌو ٿي ويندو آهي ۽ اهو انسان تي حملي جي لائق نه رهندو آهي.

هدايت جي رستي تي جيئن ته شيطان ڪندا وڇايا آهن هاڻي جنهن کي به ان راهه ۾ ان کان تڪليف پهچي ٿي، اهو شيطان تي لعنت ڪري ٿو. هاڻي جيتريقدر گمراهه آهن اهي شيطان جي پيروي ڪن ٿا.

حديث شريف ۾ آهي ته مَنْ سَنَّ سُنَّةً سَيِّئَةً فَعَلَيْهِ وِزْرُهَا وَ وِزْرُ مَنْ عَمِلَ بِهَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيَامَةِ. ”جنهن شخص ڪو بُرو رستو قائم ڪيو ته ان تي ان جو ۽ انهن ماڻهن جو گناهه آهي جيڪي قيامت تائين ان تي عمل ڪندا.“ حضرت آدم عليه السلام پنهنجي اصل کي ڏٺو ۽ رَبَّنَا ظَلَمْنَآ اَنْفُسَنَا (الاعراف:23) چيائين. اياز جو اهڙي طرح پنهنجي غريبي واري گودڙي ۽ چپل کي ڏسڻ جو معمول هو. انهيءَ ڪري ان جي پچاڙي به سُٺي ٿي، انسان پنهنجو پاڻ کي نيست ڪندو تڏهن ئي هو ڪامياب ۽ ڪامران ٿيندو.

لکيل ڪاغذ تي ڪوبه ڪونه لکندو آهي. جنهن ڪونڊيءَ ۾ ٻوٽو اڳ ۾ لڳل هوندو آهي ان ۾ نئون ٻوٽو ڪونه لڳايو ويندو آهي. انهيءَ ڪري پنهنجو پاڻ کي فنا ڪر تڏهن بقا حاصل ٿيندي. خوشنويس (ڪاتب) سادو ڪاغذ ڳوليندو آهي. باغ بنجر زمين ۾ لڳايو ويندو آهي. انسان کي پنهنجو پاڻ کي ڪوري ڪاغذ ۽ بنجر زمين وانگر بنائڻ گهرجي، پوءِ قدرت، قدرت جي قلم سان ان تي نقش و نگار بنائيندي ۽ ان ۾ معرفت جا نوان ٻوٽا ڄمائيندي. پنهنجو پاڻ کي دنياوي لذتن کان خالي ڪر، پوءِ غيب جون لذتون حاصل ٿينديون. انسان دنياوي لذتن ۾ ڦاسي مُتڪبّر بنجي ويندو آهي ۽ اصل حقيقت کي وساري ڇڏيندو آهي، پوءِ اهڙي وقت ۾ ندامت جو اظهار ڪندو آهي ته ان جو ندامت وارو اظهار مُفيد نه ٿيندو آهي. تنهنجي هيءَ حالت آهي ته جيستائين تون بلڪل تباهه نه ٿيندين، پنهنجي اصل حقيقت کي نه ڏسندين. جڏهن مصيبت جي کُنَ ۾ ڦاسندين تڏهن توبهه ڪندين پوءِ شيطان تو تي کِلندو ۽ چوندو ته هاڻي کمهلي توبهه ۽ ندامت مان ڪهڙو فائدو؟ چوندا آهن ته ان ڪڪڙ کي ذبح ڪريو جيڪو بي وقت ٻانگ ڏيندو آهي. اياز جي اها عادت نه هئي جو ان کي وقت گذرڻ تي تنبيهه ڪجي. ان جي هر نماز عِجز ۽ انڪساري سان هئي ۽ اهو آسماني ڪڪڙ هو. ان جي عاجزي بروقت هئي.

### ٻين کي پاڻ جهڙو سمجهڻ جي غلط فهمي

اَرِنَا الْاَشْيَاءَ كَمَاهِيَ، هيءَ دعا امام ابوحنيفہؒ ڏانهن منسوب آهي. مولانا ان مناسبت سان هتي ذڪر ڪيو آهي ته اياز جي مخالفن کي ان جي حُجري ۾ وڃڻ جي حقيقت معلوم نه هئي. انهيءَ ڪري انهن مٿس تُهمت هنئي. حضرت عليؓ جو مقولو آهي ته منهنجو ايمان بالغيب هن درجي جو آهي ته جيڪڏهن غيب جا پردا به هٽي وڃن، ته منهنجي

يقين ۾ ڪو اضافو نہ ٿيندو. پردن جي هوندي آئون ايمان ۽ يقين جي آخري مرتبي تي آهيان. انسان ٻين ڪي پاڻ تي قياس ڪندو آهي، جهڙو پاڻ هوندو آهي اهڙو ٻين کي سمجهندو آهي. جيڪڏهن پاڻ انسان ٽيڏو آهي تہ ان جو پاڇو يقيناً ٽيڏو ٿيندو.

اے خروساں ازوے آموزید بانگ

بانگ بہر حق کند نے بہر دانگ

ترجمو: ”اي ڪڪڙؤ! ان کان ٻانگ ڏيڻ سِکو جيڪو الله جي لاءِ ٻانگ ڏي ٿو، پئسن جي لاءِ نہ.“

جيڪي ماڻهو پنهنجي اصلاح ڪرڻ گهُرن انهن کي اهڙي طرح بروقت اصلاح ڪرڻ گهرجي، جهڙي طرح اياز بروقت پنهنجي اصلاح ڪئي هئي. منجهس اخلاص هو رياڪاري نہ هئي، هو وقت کي صحيح سڃاڻندو هو. وقت ان کي دوکو نہ ڏئي سگهيو. دنيادار توبهہ جو صحيح وقت نٿا سڃاڻن. اهي اهڙي وقت تي توبهہ ڪن ٿا، جڏهن توبهہ مفيد نٿي رهي. صحيح وقت کي نہ سڃاڻڻ سان گهڻيون قومون تباهہ ٿيون آهن. قافلو جيڪڏهن صبح ڪاذب (وڏو اُسر) ۾ نڪرندو آهي تہ ڦرجي ويندو آهي، خدا ڪري صبح ڪاذب ڪنهن جو رهبر نہ بنجي ورنہ تباهہ ٿي ويندو. جيڪو شخص خود غلطيءَ ۾ مبتلا آهي اهو ٻين کي غلطيءَ تي نہ سمجهي. جيڪڏهن انسان خود منافق آهي تہ ان کي ٻين کي منافق نہ سمجهڻ گهرجي. بدگمان گهڻو بدڪار آهي اهو پنهنجي اعمال نامي کي ٻين جو اعمال نامو سمجهي پڙهندو آهي. ڪافرن ۾ جيئن تہ خود ٽيڏهو، تنهن ڪري اهي انبيائين کي جادوگر وغيره سمجهندا هئا. سلطان محمود جي درٻار جا ٻيا امير جن اياز جي شڪايت ڪئي هئي خود مڪار هئا. انهن حُجري جي باري ۾ اياز تي بہ مڪّاري جو خيال ڪيو. سلطان محمود کي اياز جي پاڪائي جو يقين هو ۽ حُجري جي تلاش جو حڪم انهن اميرن کي اياز جي پاڪائي جو يقين ڏيارڻ جي لاءِ هو، سلطان محمود انهن اميرن کي چيو تہ توهان رات جو اياز جي بي خبري ۾ حُجري جو دروازو کوليو تان تہ ان جا پوشيده حالات ظاهر ٿي وڃن، پوءِ آئون ان کي ان جي سزا ڏيندس. بادشاهہ هي بہ چيو هو تہ جيڪي موتي اُتي ملن اهي توهان جا آهن، مون کي رڳو اڃي پُڏائجو، بادشاهہ اهو حڪم تہ ڏنو هو پر هو بي چين هو تہ جيڪڏهن مخلص اياز کي ان جو علم ٿيو تہ مون بدگماني جي بنياد تي سندس حجري جي تلاشي جو حڪم ڏنو آهي تہ ان کي ڪيتريقدر ڏک ٿيندو. وري بادشاهہ دل ۾ چوندو هو تہ اياز جي خلوص تي يقين آهي تہ اهو ان حڪم جي باري ۾ مون کان بدگمان نہ ٿيندو پر اهو ئي سمجهندو تہ دشمنن تي حقيقت حال واضح ڪرڻ جي لاءِ مون اهو حڪم ڏنو آهي. مصيبت زده جڏهن پنهنجي مصيبت جي ڪا بهتر توجيہ ڪندو آهي تہ اهو ڏک ۽ غم ۾ شڪست خورده ڪونہ رهندو آهي. بادشاهہ خيال ڪيو تہ اياز اِن ڪم جي ڪا بهتر توجيہ ڪندو. حضرت يوسف عليه السلام پنهنجي ساٿي قيدين جي خواب جو صحيح تعبير ڏنو هو. خواب ڏسڻ واري ڏنو تہ هو انگور نپوڙي رهيو آهي، اُن کي چيائين تہ تنهنجو تعبير هي آهي تہ تون وري بادشاهہ جو ساقي بنبين ۽ جنهن ڏنو هو تہ پکي اُن جي مٿي تان مانيون کائي رهيا آهن اُن کي چيائين تہ تون سوريءَ تي چاڙهيو ويندين. سلطان محمود سوچيو تہ جيڪڏهن آئون اياز کي تلوار هڻان تہ بہ اُن جو تعلق ڪمزور ڪونہ ٿيندو ڇاڪاڻ تہ هو ڄاڻي ٿو منهنجو اُن کي تلوار هڻڻ پنهنجو پاڻ کي تلوار هڻڻ آهي.

حقيقت جي لحاظ کان عاشق ۽ معشوق جي اتحاد جي بيان ۾ جيتوڻيڪ اهي ان اعتبار سان متضاد آهن ڇاڪاڻ تہ نياز بي نيازيءَ جو ضد آهي. جيئن آرسي بنا صورت جي ۽ سادي آهي ۽ صورت جو هجڻ صورت جو ضد آهي پر حقيقت ۾ انهن ۾ اهڙو اتحاد آهي جنهن جي شرح تمام ڏکي آهي ۽ عقلمندن لاءِ اشارو ڪافي آهي.

## عاشق ۽ معشوق ۾ اتحاد ۽ نياز ۽ بي نيازيءَ ۾ ظاهري تضاد جي سمجهاڻي

جسمِ مجنوں را ز رنجِ دوریے
اندر آمد ناگہاں رنجورے

ترجمو: ”جدائيءَ جي تڪليف جي ڪري مجنون اوچتو بيمار ٿي پيو!“

هڪ دفعي مجنون بيمار ٿي پيو. عشق جي شدّت جي ڪري ان جي خون ۾ جوش پيدا ٿي ويو. جنهن سان ڪيس ڳلي جي سوڄ ٿي پئي. طبيب چيو ته رت کي گهٽ ڪرڻ لاءِ سير چوڙائڻ ضروري آهي يا سِڱي لڳائڻ کپي، انهيءَ ڪري سڱين واري کي گهرايو ويو. سڱيءَ جي لاءِ جڏهن ان جي ٻانهن ٻڌي وئي تڏهن مجنون گوڙ ڪرڻ لڳو ۽ چيائين ته پلي آئون مري وڃان، سِنڱي نه هڻو. سڱيءَ واري چيو تون جهنگ ۾ ائين گهمندو هئين ۽ جانورن کان به ڪونه ڊڄندو هئين هڪڙي چاقوءَ کان ڇو ٿو ڊڄين؟ جيئن ته عشق ۽ غم تنهنجو جگر جلائي ڇڏيو آهي. انهن درندن کي تو ۾ انسان جي بوءِ نٿي اچي ۽ اهي توکي پنهنجو دشمن سمجهي توتي حملو نٿا ڪن. بزرگ فرمائي ٿو جڏهن حيوان به عشق کان آشنا آهن پوءِ جيڪڏهن انسان ۾ اهو جذبو نه هجي ته اهو ڪُتي کان به بدتر آهي. اصحاب ڪهف جي ڪتي قطمير کي عشق ئي غار ۾ وٺي ويو هو. ٻيا ڪتا به قطمير وانگر آهن پر مشهور نه ٿيا آهن. تو انسانن جي دل جي عشق کي نه سڃاتو ته جانورن جي دل جي حالت ڪيئن ڄاڻي سگهين ٿو. روميءَ وٽ جهان جي وجود جو بنياد عشق آهي ۽ پوري ڪائنات ۾ باهمي عشق، جذب ۽ محويت آهي. جيڪڏهن ماني ۽ انسان جو پاڻ ۾ تعلق نه هجي ته ماني زنده انسان جو جزو ڪيئن بنجي. عشق ئي ان مئل ماني کي زنده انسان جو جز بڻايو. مجنون سڱي واري کي چيو ته آئون نشتر لڳڻ کان نٿو ڊڄان، منهنجو صبر جبل کان به وڌيڪ آهي ۽ زخم کائڻ منهنجي عادت آهي، ان سان منهنجي جسم کي آرام ملي ٿو. جيئن ته هاڻي آئون پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري چڪو آهيان ۽ منهنجي ان جسم ۾ فقط ليليٰ آهي ته پوءِ اهو نشتر منهنجي جسم ۾ نه لڳندو پر ليليٰ کي لڳندو. عقل مند سمجهي ٿو ته هاڻي ليليٰ ۾ ۽ مون ۾ ڪو فرق نه آهي. آئون ليليٰ آهيان ۽ ليليٰ آئون آهيان. ٻه روح هڪڙي بدن ۾ آهن.

## عاشق ۽ معشوق جي اتحاد جي وڌيڪ وضاحت

گفت معشوقی بعاشق ز امتحاں
در صبوحی کای فلان ابنِ فلاں

ترجمو: ”هڪ معشوق صبح جي شراب مهل، آزمائش طور عاشق کي چيو: فلاڻا، فلاڻي جا پٽ!...“

تون مون سان وڌيڪ محبت ڪرين ٿو يا پنهنجو پاڻ سان؟ ان چيو آئون پنهنجون سڀ صفتون گم ڪري چُڪو آهيان، هاڻي تنهنجي علم سان تنهنجي قدرت سان قادر آهيان. انهيءَ ڪري توکي دوست رکان ٿو ته پنهنجو پاڻ کي دوست رکان ٿو ۽ پنهنجو پاڻ کي دوست رکان ٿو ته توکي دوست رکان ٿو. هاڻي ٻيائي ختم ٿي وئي آهي، انهيءَ ڪري اهو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. جنهن کي ذات ۽ صفات باري تي ڪامل يقين حاصل ٿي ويو جيئن ته اهو خودي کي ختم ڪري چڪو آهي انهيءَ ڪري ان جي خودبيني به خدابيني آهي. جڏهن هڪ انسان فرضن ۽ نفلن جي ذريعي خدا جو قُرب حاصل ڪندو آهي ۽ خدائي اخلاقن سان متخَلِق ٿيندو آهي ته ان انسان کي ڏسڻ خدا کي ڏسڻ آهي.

عاشق چيو: هاڻي تون ۽ آئون ٻه شخص نه آهيون جو انهن جي باري ۾ محبت جي ڪمي ۽ زيادتي جو سوال پيدا ٿئي. منهنجي وجود جو ته رڳو نالو آهي ورنه ان وجود ۾ اصل ۾ تون آهين. سِرڪي جو خالي نالو ئي رهجي ويندو ورنه اهو سڀ ماکيءَ ۾ ملي ماکي بنجي ويو آهي. جنهن جسم ۾ ڪنهن ٻئي جسم جون پوريون صفتون اچي وڃن ته هاڻي ان پهرين جسم جو نالو ئي باقي رهندو آهي. پٿر جڏهن سچ جي صفتن کي ان درجي ۾ قبول ڪيو جو ان ۾

پٽرپٽو نہ رهيو ۽ اهو سج جون صفتون قبول ڪري لعل بنجي ويو تہ هاڻي اهو فقط نالي جو پٿر آهي، ان ۾ پٿر جون صفتون باقي نہ آهن ۽ لعل جيڪڏهن پنهنجو پاڻ سان محبت ڪري تہ اها بہ سج سان ئي محبت چئبي. جيڪڏهن اهو لعل سج سان محبت ڪندو تہ ان جي اها محبت خود ان جي ذات سان محبت چئبي. هاڻي ان جي پنهنجي ذات سان دوستي ۽ سج سان دوستيءَ ۾ ڪو فرق نہ آهي. انهيءَ ڪري هن ۾ ۽ سج ۾ صفتن جي هڪجهڙائي آهي. ها جيڪڏهن اهو پٿر اڃا لعل نہ ٿيو آهي تہ ان ۾ ۽ سج ۾ تضاد آهي. پٿر ۾ اوندهہ آهي ۽ سج ۾ صفائي ۽ روشني آهي. جيڪڏهن ان حالت ۾ اهو پٿر پنهنجو پاڻ سان محبت ڪندو تہ اهو سج جو انڪاري آهي. ان جو پنهنجي وجود جو اقرار سج جي غير جي وجود جو اقرار آهي. ڪنهن فرعونيءَ جو اَناالحق چوڻ ان جي ڪري ڪفر آهي ۽ منصوري جو اهو ڪلمو چوڻ عين ايمان آهي. جيڪڏهن ڪو فرعوني صفت وارو شخص اَناالحق چوي تہ اهو ملعون آهي پر جي ڪو منصور حلاج جي صفتن وارو انسان اهو ئي ڪلمو چوي تہ ان تي خدا جي رحمت آهي. جڏهن انسان الله جي صفتن سان مُتَصف نہ آهي تہ ان ۾ ۽ الله ۾ تضاد آهي. مُتصف بصفاتِ خداوندي جو اناالحق چوڻ حقيقت ۾ هُوالحق چوڻ آهي. ان اَنَا ۽ هُوَ ۾ ڪو فرق نہ آهي ڇاڪاڻ تہ نور ۽ صفات جي اعتبار سان ٻنهين ۾ اتحاد آهي. ذاتِ باري ڪي ڪنهن انساني شڪل ۾ مجڻ حلول آهي جيڪو ڪفر آهي. مُجاهدن جي ذريعي پنهنجي پٽرپٽي کي پري ڪري لعل بنجڻ جي ڪوشش ڪر. پوءِ آهستي آهستي پنهنجون صفتون فنا ڪري الله جي صفتن جي ذريعي بقا حاصل ڪر. تنهنجي وجود جون صفتون آهستي آهستي فنا ٿي وينديون. صفاتِ خداوندي تنهنجي اندر گڏ ٿي وينديون. تون ڪَنَّ وانگر مُجسّمِ سماعت بنجي وڃ ۽ انهن نصيحتن کي قبول ڪري صفاتِ خداوندي کي حلقہ بگوش بناءِ. جيڪڏهن انسان ۾ انسانيت آهي تہ ان کي ڪوهہ ڪوٽڻ واري وانگر مجاهدن جي ذريعي پنهنجي جسم جي ڪوٽائي ڪرڻ گهرجي تان تہ اهو آبِ حيات تائين پهچي سگهي. مجاهدي سان گڏ جيڪڏهن الله ڏانهن جذب شروع ٿي وڃي تہ پوءِ مقصد تائين پهچڻ جي لاءِ وڏيڪ مجاهدن جي ضرورت ڪونہ رهندي. انسان کي مجاهدو شروع ڪرڻ گهرجي ۽ مقصد جي حصول جو منتظر رهڻ گهرجي. جنهن محنت ڪئي ان جي محنت رائيگان ڪونہ ويندي. جيڪو ڪوشش ڪري ٿو اهو حاصل ڪري ٿو. عبادتون اِن جي لاءِ ڪيون وينديون آهن تان تہ حق جو در ڪلي ۽ انسان کي تقرّب حاصل ٿئي. زنجير يا ڪڙو ڪڙڪائي دروازو ڪولايو ويندو آهي. عبادت بہ در ڪڙڪائڻ آهي. مشهور مقولو آهي تہ مَنْ دَقَّ بَابَ الْكَرِيْمِ اِنْفَتَحَ "جيڪو شخص سخيءَ جو دروازو ڪڙڪائيندو آهي تہ دروازو ڪلي ويندو آهي."

### اياز جي حجري جو در کولڻ کانپوءِ چغلخور اميرن جو نااميد ۽ شرمندو ٿيڻ

آں اميراں بر درِ حُجره شُدند
طالبِ گنج و زر خُمره شُدند

ترجمو: "اهي امير خزاني ۽ سون جي مَٽن جا طلبگار بنجي حُجري جي دروازي تي آيا."

اياز حجري تي اهڙو سخت تالو لڳايو هو جنهن جو کلڻ آسان نہ هو. مضبوط تالو ڪنهن بخل جي ڪري نہ لڳايو هئائين پر پنهنجو اهو راز لڪائڻ جي لاءِ لڳايو هئائين جيڪڏهن ماڻهن کي چپل ۽ گودڙيءَ جو حال معلوم ٿيندو تہ ان کي مڪاري تي معمول ڪندا. باهمت ماڻهو پنهنجي باطني احوالن جي، موتين ۽ جواهرن کان بہ وڌيڪ حفاظت ڪندا آهن. بيوقوف وٽ سون ساهہ کان بهتر آهي. عقلمند پئسن روپين کي جان جي خيرات سمجهندا آهن. لالچ انهن کي ڊوڙائي رهي هئي ۽ عقل آهستگيءَ جي تعليم ڏئي رهيو هو. هر حرص انسان کي غير واقعي نفعي ڏانهن ڊوڙائيندو آهي. عقل ان کي سمجهائيندو آهي تہ رُڄ ڏانهن ڊوڙڻ بيڪار آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو پاڻي ناهي پر رُڄ آهي. انهن تي حرص جو غلبو هو ۽ عقل ڍڪجي ويو هو. عقل جي دانائي ۽ ان جا اشارا انهن ماڻهن کان مخفي ٿي ويا هئا.

حڪمت جا اشارا هن ڪري مخفي ٿيندا آهن تہ اهو شخص ڏوڪي ۾ مُبتلا آهي. اهو لالچي شخص جڏهن قاسي ويندو آهي تڏهن ان جو غرور ٽُٽندو آهي ۽ پوءِ ان جو نفس ان کي ملامت ڪندو آهي. نفس لوامہ دل جي نور جي روشنيءَ ۾ گناهن کي ڏيکارڻ وارو نفس آهي. جيستائين مصيبتن جي ديوار سان ان جو مٿو نٿو ٽڪرائجي ان وقت تائين هي دل جي نصيحت ڪونہ ٻڌندو آهي. اُن جو مثال ٻارن جهڙو آهي جيڪي مِنائي جي لالچ ۾ ڪنهن جي نصيحت ڪونہ ٻُڌندا آهن، جڏهن منائي کائڻ سان قَئَ ۽ قِرڙيون نڪرنديون آهن تڏهن سندن ڪَنَ کُلندا آهن. هاڻي اياز جي حُجري کي کولڻ وارو قصو شروع ڪجي ٿو. اهي ماڻهو رش ڪري، اياز جي حُجري ۾ اهڙي طرح گهڙيا جهڙي طرح مکيون لسي ۾ ڪرنديون آهن. اهي نہ ان مان ڪجھ کائي سگهن ٿيون ۽ نہ صحيح سالم ٻاهر نڪري سگهن ٿيون، اهو ئي حال انهن ماڻهن جو هو جو انهن کي اُتي مال بہ هٿ نہ آيو ۽ خوار بہ ٿيا. حجري ۾ مال نہ ڏسڻ جي باوجود انهن چيو تہ هي جڳھ مال کان خالي نہ آهي، ٿي سگهي ٿو تہ گودڙي ۽ چپل مال کي لڪائڻ جي لاءِ هڪ آڙ هجي. حجري جا ڪڏون کوٽيا انهن کي چئي رهيا هئا تہ اي ناپاڪ خيالن وارويءَ! اسان ۾ ڪا شيءِ نہ آهي. هاڻي اهي پنهنجي خيالن تي شرمنده هئا. ديوار جا سوراخ ۽ زمين جا کڏا انهن تي چُغلي هڻي رهيا هئا. هو انهن کڏن ۽ سوراخن کي هاڻي اهڙي طرح بند بہ نٿي ڪري سگهيا جو اياز جي اڳيان انهن حرڪتن جو انڪار ممڪن هجي. انهيءَ ڪري اهي سڀ حيران هئا ۽ در و ديوار جي شاهديءَ کان ڊڄي رهيا هئا. نيٺ اهي محروم واپس موٽيا ۽ عورتن وانگر منهن مٿو پِٽي رهيا هئا.

**چغلخورن جو ڪافرن وانگر خوار ٿي واپس موٽڻ**

*شاہ قاصد گفت ہیں احوال چیست*

*کہ بغلتاں از زر و همیاں تہیست*

ترجمو: ”بادشاهہ جاڻي واڻي پڇيو: ها ڪهڙا احوال آهن؟ توهان جا توبرا ۽ همياڻيون سون کان خالي آهن!“

بادشاهہ قصداً انهن کان دريافت ڪيو تہ توهان جا توبرا ۽ همياڻيون زر ۽ جواهرن کان خالي آهن! جيڪڏهن توهان بہ هي چئو تہ اهي اسان لِڪايا آهن تہ بہ انهن جا آثار چهرن تي ضرور هجڻ گهرجن. پاڙ زمين ۾ لِڪل هوندي آهي پر اُن جا آثار پنن تي ظاهر هوندا آهن. لِڪل عملن جا اثرات نيڪن جي چهرن تي ظاهر هوندا. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ سِيْمَاهُمْ فِيْ وُجُوْهِهِمْ مِّنْ اَثَرِ السُّجُوْدِ (الفتح:29) ”سجدن جا آثار انهن جي چهرن مان نمايان آهن.“ پنن مان پاڙ جي حقيقت واضح ٿي ويندي آهي. جيڪڏهن پاڙ ۾ زندگي نہ هجي تہ وڻ تي ساوا پن نٽا ٿي سگهن. مٽيءَ پاڙ جي مُنهن تي مُهر لڳائي ڇڏي آهي پر ان جون شاخون ۽ ٽاريون جيڪي اُن جا هٿ پير آهن، شاهدي ڏئي رهيا آهن. پراڻي زماني ۾ ڏوهاري لاءِ قانون هو تہ تلوار ۽ ڪفن کڻي بادشاهہ جي اڳيان ويندو هو ۽ ان طريقي سان سزا تي آمادگي ظاهر ڪندو هو. هر شخص شرمندگي مان آڱريون ڪٽي رهيو هو ۽ بادشاهہ کي چئي رهيو هو تہ جيڪڏهن اسان کي قتل ڪيو وڃي تہ اسين ان جي قابل آهيون، جيڪڏهن توهان معاف ڪريو تہ توهان جو ڪرم آهي. رات پنهنجو ڪم ڪندي ۽ ڏينهن پنهنجو ڪم ڪندو آهي. اسان جا ڪارناما اوندھ آهن ۽ توهان جي معافي پُر نور آهي. جيڪڏهن توهان معاف ڪندا تہ اسان جي مايوسي اميد سان بدلجي ويندي ورنہ اسين توهان تان گهورياسين. بادشاهہ چيو: هن معاملي ۾ سزا ۽ عطا منهنجو ڪم ناهي، اياز جو ڪم آهي. بادشاهہ اياز کي گهرائي انهن اميرن کي اُن جي حوالي ڪيو.

**چغلخورن جي سزا جزا جو اختيار اياز کي سونپڻ**

*ایں جنابت بر تن و عرض ویست*

*زخم بر رگہائی آن نیکوپے ست*

ترجمو: ”اهو ظلم ان تي ۽ ان جي آبروءَ تي ٿيو آهي، زخم ان نيڪ خصلت جي نسن تي لڳو آهي.“

بادشاهه چيو: توهان جو ظلم ۽ زيادتي اياز جي جسم ۽ آبروءَ سان ٿي آهي. جيتوڻيڪ اياز ۽ آئون ٻه نه آهيون پر ان معاملي ۾ اڪيلائي نه آهي. جيڪڏهن بادشاهه جي غلام تي ڪو تُهمت لڳائي ته بادشاهه ذليل نٿو ٿئي پر غلام ذليل ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري ان معاملي جو تعلق باوجود يگانگت جي اياز سان ئي آهي. جيڪڏهن ڪو بادشاهه جو ڏوهه به ڪري ٿو ته اهو به ان جي حِلم جي ڀروسي تي ڪري ٿو. بادشاهه کي ڏوهه جو علم به هوندو آهي پر پنهنجي حلم جي ڪري ان جو اظهار ڪونه ڪندو آهي. جيئن ته بادشاهه کي ڏوهاري جو پورو علم هوندو آهي ته سفارش فقط ان جي علم جي هلندي آهي. بادشاهه جي حِلم جي ڪري خطاڪار کي همت ٿيندي آهي، ورنه هيبت ان کي خطا ڪرڻ جو موقعو نه ڏي ها. جيڪڏهن ڪو قتل ۾ خطا ڪري ٿو ته ان جي مائٽن کي ديت ڏيڻي پوندي آهي. جيئن ته قاتل انهن رشتيدارن جي سهاري جي اميد تي قتل ڪري ٿو. اهڙي طرح خطاڪار بادشاهه جي حِلم جي سهاري خطا ڪري ٿو. اهڙي طرح ان جي خطا جي ذميداري به بادشاهه جي حلم تي اچي ٿي. بادشاهه جي حلم جي سستي خطاڪار تي طاري ٿي وڃي ٿي. ان حالت ۾ شيطان ان کي بي آبرو ڪري ٿو. جيڪڏهن حضرت آدم عليه السلام کي حِلم خداوندي تي ڀروسو نه هجي ها ته شيطان ان جو ڪجهه نه بگاڙي سگهي ها. آدم عليه السلام کي ملائڪن کان وڌيڪ عِلم حاصل هو، انهيءَ ڪري شيطان انَ کي دوکو نٿي ڏئي سگهيو. پر جيئن ته آدم عليه السلام جنت ۾ الله جي حلم جو پيالو پيتو هو تڏهن ان کان خطا سرزد ٿي وئي.

حضرت آدم عليه السلام الله تعاليٰ جي حلم جو آفيم کاڌو، جنهن سان ان تي غفلت طاري ٿي وئي، پوءِ ان غلطي سان ان جي عقل الله جي بُردباري کان پناهه ورتي.

**بادشاهه جو اياز کي چوڻ ته جيڪو وڻئي سو ڪر!**

بدلي وٺڻ ۽ معاف ڪرڻ مان جيڪو به پسند ڪرين اختيار ڪر ڇاڪاڻ ته انصاف ۽ مهرباني مان جيڪو به تون ڪندين هن جاءِ تي دُرست آهي ۽ هر هڪ ۾ مصلحتون آهن. انهيءَ ڪري هر انصاف ۾ هزارين مهربانيون درج آهن جيئن قرآن ۾ فرمايو ويو ”توهان جي لاءِ بدلي وٺڻ ۾ زندگي آهي.“ (البقره:179) جيڪو شخص بدلي وٺڻ کي پسند نٿو ڪري اهو فقط قاتل جي زندگي نظر ۾ رکي ٿو. انهن لکين زندگين کي نٿو ڏسي جيڪي قصاص جي ڪري محفوظ رهن ٿيون.

کُن میانِ مجرمان حکم ای ایاز
اے ایازِ پاک باصد احتراز

ترجمو: ”اي اياز سوين پرهيزگارن جي ذريعي مُجرمن جو فيصلو ڪر.“ انسان جوش ۾ اعتدال ڇڏي ويهندو آهي، پر اياز کان اهو ممڪن نه آهي. غلط ڳالهه جو امتحان وٺي گهڻا ماڻهو شرمنده ٿيا آهن. هاٿي اهي ماڻهو به ان طرح شرمنده آهن. اياز فقط علم جو درياءَ ناهي پر اهو علم جو اٿاهه درياءُ آهي. اهو فقط بُردبار ئي ناهي پر بُردباريءَ جو جبل در جبل آهي. اياز بادشاهه جي ڳالهين تي چيو ته منهنجو اهو مرتبو توهان جي عطا ۽ دين آهي، ورنه منهنجي حقيقت اِها ئي چپل ۽ گودڙي آهي. حديث شريف ۾ آهي ته مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ ”جنهن پنهنجو پاڻ کي سُڃاتو. اُن پنهنجي خدا کي سُڃاتو. جهڙي طرح اياز جي چپل ۽ گودڙي اُن جي ابتدا هئي ۽ باقي عُروج بادشاهي عطيو هو، اهڙي طرح انسان جو اصل درجو نُطفو ۽ عورت جي رحم جو رت آهي. دنياوي عطا هن لاءِ آهي ته ان کي ڏسي اُخروي عطا جو طلبگار بڻجي. دنياوي عطا آخرت جو نمونو آهي، جهڙي طرح چند صوف باغ جي نموني طور ڏيکاريا ويندا آهن، ڪٽڪ جي کوڙ مان هڪ مُٺ ڏيکاري ويندي آهي. استاد هڪ معمولي نُڪتو بيان ڪندو آهي

تان تہ شاگرد اُن جي علمن کي ڇاڻي اُن جو طالب بڻجي. جيڪڏهن شاگرد استاد جي نُڪتي کي ٻڌي هي چوي تہ بس استاد وٽ هن نُڪتي کان سواءِ ٻيو ڪو علم نہ آهي تہ استاد اُن کي سبق مان ڪڍي ڇڏيندو آهي. بادشاهہ اياز کي چيو: هاڻي اچ ۽ انصاف ڪر، هي چغلخور قتل جا مستحق آهن پر تنهنجي بردباري ۽ عفو جا طالب آهن. هاڻي هي ڏسڻو آهي تہ تون انهن تي رحم ڪرين ٿو يا عتاب نازل ڪرين ٿو. رحم آبِ ڪوثر آهي ۽ عتاب باهہ جي چڻي آهي. روزِ اول کان حلم ۽ ڪاوڙ ٻئي صفتون الله تعاليٰ ڏانهن ماڻهن کي مُتوجهہ ڪن ٿيون، حلم ۽ خشم (ڪاوڙ) جي صفت ڏانهن اشاري جي لاءِ اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ ؕ (الاعراف:172) ۾ نفي بہ آهي ۽ اثبات بہ آهي. اَلَسْتُ ۾ سواليہ همزو انڪار جي لاءِ آهي جيڪو الست بربکم ۾ داخل آهي جيڪو خود انڪار جي معنيٰ ۾ آهي ۽ انڪار جو انڪار اثبات هوندو آهي. انهيءَ ڪري ان مان الله جي ربوبيت ثابت ٿي ويئي جنهن جي تقاضا حلم آهي ۽ الست بربکم جي معنيٰ آهي ڇا آئون توهان جو رب نہ آهيان؟ تہ ربوبيت جي انڪار جو مطلب ڪاوڙ آهي، انهيءَ ڪري اهو الست بربکم جو جملو ٻنهين صفتن ڏانهن اشارو آهي. هاڻي هيءَ ڳالهہ تہ ربوبيت جو نہ هئڻ نج احديت واري درجي جي ڳالهہ آهي ۽ اها ڳالهہ خواص کي سمجهائڻ جي آهي. عوام جي اڳيان ان جي تقرير مناسب نہ آهي. قهر ۽ لُطف، الله تعاليٰ جون اهي ٻئي صفتون صبا (صبح جي ٿڌي هوا) ۽ وبا وانگر آهن. صبا پرورش ڪندي آهي وبا فنا ڪندي آهي. انهن مان هڪ مقناطيس آهي جيڪا لوهہ کي ڇڪيندي آهي يعني صفتِ قهر سنگدليءَ لاءِ آهي ۽ ٻي صفت حلم ۽ لُطف اها ڪهربا وانگر آهي جيڪا نرم دلين کي پاڻ ڏانهن مائل ڪندي آهي (مقناطيس پٿر کي ڇڪيندي آهي. ڪهربا اهو پٿر جيڪو ڪک کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي) دنيا ۾ الله تعاليٰ جي ٻنهين صفتن جو ظهور آهي. اُن جو هادي هجڻ راست باز ۽ سچارن کي ڇڪيندو آهي ۽ ان جو مضل هجڻ غلط ڪارن کي ڇڪيندو ۽ ڪشش ڪندو آهي. مطلب تہ جهڙي جنهن جي استعداد آهي ان مطابق اُن جو ميلان (لاڙو) آهي دنيا ۾ هر شيءِ جي ڪشش پنهنجي هم جنس ڏانهن آهي. معدي جو اهو ئي حال آهي، فرش جو اهو ئي حال آهي، دوست ۽ دشمن جو اهو ئي حال آهي، نور ۽ نار جو اهو ئي حال آهي. مطلب تہ ڪائنات ۾ هر هڪ شيءِ پنهنجي جنس کي ڪشش ڪري رهي آهي.

## اياز کي حڪم تہ جلد فيصلو ڪر، ڇو تہ انتظار موت کان وڌيڪ ايذائيندڙ ٿيندو آهي

اے اياز اين کار را زود تر گذار
زانکہ نوعِ اِنتقام ست انتظار

ترجمو: ”اي اياز، اهو ڪم جلدي ڪر ڇاڪاڻ تہ انتظار بہ هڪ قسم جو انتقام آهي.“

اياز عذر پيش ڪيو تہ ڏوهارين جو فيصلو ڪرڻ بادشاهہ جو ڪم آهي. بادشاهہ جي اڳيان منهنجو مثال ائين آهي جيئن زُهره ۽ عطارد ۽ شهابِ ثاقب جي سج جي اڳيان ڪا حقيقت نہ آهي. جيڪڏهن آئون پنهنجي حقيقت چپل ۽ گودڙيءَ کان وڌيڪ سمجهان ها تہ ان چپل ۽ گودڙيءَ جي حفاظت ڪري ان حالت ۾ ڇو مبتلا ٿيان ها، تان تہ دشمن مون تي ملامت ڪن ۽ حاسد طرح طرح جا خيال ڪن. انهن حاسدن جي حالت تہ اُن شخص جهڙي آهي جيڪو واهہ ۾ هن لاءِ هٿ وجهي تہ ان مان سڪل پٿر ڪڍي. واهہ مان سڪل پٿر ڳولڻ ۽ مَڇيءَ کي سڪل رستن تي ڳولڻ برابر آهي. انهن حاسدن مون کي صاحبِ جفا سمجهيو ۽ اهڙو بيوفا سمجهيو جنهن سان وفا کي شرم اچي. بزرگ فرمائي ٿو تہ ٻڌڻ وارا اهل نہ آهن ورنہ آئون وفا جي مضمون کي واضح ڪري بيان ڪريان جيئن تہ عوام حقيقت جي بيان ۾ شبها ۽ اعتراض پيش ڪندا آهن انهيءَ ڪري انهن کي اهو سمجهائڻ مشڪل آهي. انهيءَ ڪري اسين انهن کي معمولي ڳالهيون ٻڌايون ٿا. جيڪڏهن تون مُجاهدن جي ذريعي پنهنجي جسم کي ڪوليندين تہ مغز بڻجي ويندين پوءِ مغز جي ڳالهہ سمجهندين. جيستائين اخروٽ جو ڳر کل ۾ هوندو آهي تہ وڃندو آهي جڏهن کل ٽُٽي ويندي آهي تہ پوءِ ان جو

وڃڻ ختم ٿي ويندو آهي. مغز ۾ بہ آواز آهي، پر جسم جا ڪَنَ ٻڌڻ جا ناهن. جيڪڏهن مغز ۾ آواز نہ هجي تہ ڪل جي آواز کي ٻڌڻ ڪير پسند ڪري! ڪل جو آواز هن ڪري برداشت ڪيو ويندو آهي تہ مغز تائين رسائي ٿئي. انسان مُجاهدن سان چپ ۽ ڪن بنجي وڃي، تڏهن اُن جا چپ رازن جي ماڪي چڪندا آهن. انسان هر وقت ڳالهائيندو آهي ڪڏهن نظم پڙهندو آهي ڪڏهن نثر. ڪنهن ڏينهن آزمائشي طور تي اهو خاموش ٿي ڏسي تہ خاموشيءَ جا فائدا سامهون ايندا. روز مرّہ جي عادت خلاف ڪجھ مجاهدو ڪر. لذيذ کاڌا گهٽا کاڌا آهن. ڪو ڏينهن روزو رکي ڏس. گهٽيون راتيون سُتو آهين ڪا رات بيداري جي حالت بہ حاصل ڪر. عمر جو زياده حصو پوڳن ۾ گذريو آهي ڪجھ مجاهدو ڪري بہ ڏس.

### گفتگوءَ کان پوءِ خاموشيءَ جي صبر کي آزمائڻ جي حڪايت

آں يکے را در قيامت ز انتباہ

در کف آمد نامہء عصياں سياہ

ترجمو: ”تنبيھ حاصل ڪرڻ جي لاءِ قيامت ۾ هڪ شخص جي هٿ ۾ گناهن جو ڪارو اعمال نامو اچي ويو.“

ڪنهن جي مرڻ تي تعزيت جو خط لکيو ويندو هو تہ اُن جي پاسن کي ڪارو ڪيو ويندو هو. هاڻي بہ اخبارن ۾ موت جي خبر کي ڪاري باردر ۾ شايع ڪيو ويندو آهي.

تعزيت جي خطن وانگر ان اعمال نامي جي پيشاني ڪاري هئي. اعمال نامي جو متن ۽ حاشيو گناهن سان ڀريل هو. ساڄو هٿ بابرڪت آهي. سُٺو اعمال نامون ساڄي هٿ ۾ ڏنو ويندو آهي، ڪاٻي هٿ ۾ سٺو اعمال ڪونہ ڏنو ويندو. انسان کي صبر ۽ خاموشي سان پنهنجي اعمال نامي تي هن دنيا ۾ غور ڪرڻ گهرجي. دڪان ۾ جوراب ۽ جوتا ڏسي ڪري پائڻ کان پهريان سڃاڻي وٺندا آهيو، اهڙي طرح اعمال نامي کي موت کان اڳ سڃاڻي وٺو. جهڙي طرح باندر ۽ شينهن جو آواز جدا آهي اهڙي طرح سُٺا ۽ بُرا اعمال ناما بہ جدا اثر رکن ٿا. ماهيت کي بدلائڻ الله جي قدرت آهي، اهو بُري کي ڀلو بنائي سگهي ٿو، اهو هر بُرائي کي ڀلائي ۾ تبديل ڪندو آهي. جيڪڏهن انسان ان جي لائق آهي تہ ان جو اعمال نامو ساڄي هٿ ۾ ڏنو ويندو. جيڪڏهن اهو الله جي دربار سان وابستہ ٿي ويندو آهي تہ الله جون مهربانيون ان کي هن جي قابل بنائيندڙيون آهن تہ ان جو اعمال نامو ساڄي هٿ ۾ ملي. ڇا تون مناسب سمجهين ٿو تہ اعمال نامو ساڄي هٿ مان لنگهي ڪاٻي ۾ اچي. اهڙو اعمال نامو جيڪو ظُلم ۽ زيادتي سان ڀريل آهي ساڄي هٿ ۾ ڪيئن اچي سگهي ٿو؟

جيڪڏهن انسان گناھ گار آهي تہ ان کي اڳ ۾ توبھ ڪرڻ گهرجي. انسان کي هي خيال نہ ڪرڻ گهرجي تہ آخري عمر ۾ توبھ بيڪار آهي. وڻَ جا پن جيڪڏهن ڇڻي وڃن ۽ ان وڻ جي پاڙ کي پاڻي ڏنو وڃي تہ فائديمند آهي. انسان جيڪڏهن نيڪوڪار بنجي وڃي ٿو تہ ان جون اڳيون خطائون نہ فقط معاف ٿين ٿيون پر نيڪين ۾ تبديل ٿي وڃن ٿيون. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ: تُوبُوٓا اِلَى اللهِ تَوبَةً نَّصُوحًا (التحريم:8) ”الله ڏانهن مُخلصانہ توبھ ڪريو.“ مولانا روميءَ نصوح کي هڪ شخص قرار ڏنو آهي. ان جيڪا توبھ ڪئي ان کي نصوح جي توبھ فرمائي ٿو.

### نصوح واري توبھ بابت حڪايت

جيڪو شخص نصوح واري توبھ ڪري ٿو ان کان ان گناھ جو دوباره ٿيڻ ائين محال آهي جيئن ڏڌل کير جو ٿڻ ۾ واپس وڃڻ مُحال آهي. عشق کي عشق ئي ڪٽي سگهي ٿو، جيڪڏهن ڪو ڪنهن معشوق جو عشق فنا ڪرڻ چاهي تہ ٻئي معشوق سان عشق ڪري. گناھ کان توبھ ڪرڻ ڪانپوءِ جيڪڏهن ان گناھ کان نفرت ٿي وئي آهي

تہ اھا توبھ جي قبول ٿيڻ جي نشاني آھي. انسان جڏھن نيڪي ڪرڻ گھري تہ ان جي لاءِ نيڪيءَ جا رستا کوليا ويندا ۽ جڏھن بُرائي ڪندو تہ ان جي لاءِ بُرائي جا رستا کلي ويندا آھن.

*بُود مردے پيش ازين نامش نصوح*
*بُدز دَلّالی زنان او را فُتوح*

ترجمو: ”اڳ ۾ ھڪ مرد ھو جنھن جو نالو نصوح ھو. عورتن کي غسلخاني ۾ مھنڊ سان اُن کي ڏوکڙ ملندا ھئا.“

يعني اھو شخص عورتن کي وھنجاري روزي ڪمائيندو ھو. نصوح جو چھرو زنانو ھو ۽ ھُن پنھنجي مردانہ قُوت کي لِڪائي رکيو ھو. نصوح پنھنجو پاڻ کي عورت ظاھر ڪري زناني غسل خاني ۾ نوڪري ورتي ھئي. زنانو لباس پائيندو ھو ان غسل خاني ۾ شھزاديون وھنجڻ اينديون ھيون. نصوح ان ڪم کان ڪيترا دفعا توبھ ڪئي پر اھو توبھ تي قائم نہ رھيو. نصوح ھڪ عارف وٽ ويو. ان عارف کان دعا جي فرمائش ڪيائين. اھو درويش ان جي گناھ کان واقف ھو پر ھُن ظاھر نہ ڪيو. الله وارا ماڻھن جي قلبي ڪيفيتن کان واقف ٿي ويندا آھن پر ظاھر ڪونہ ڪندا آھن. جيڪو شخص رازن کان واقف ٿي ويندو آھي ان جي وات تي تالو لڳي ويندو آھي. ان عارف چيو: نصوح جنھن گناھ کان تون خود واقف آھين خدا توکي ان کان توبھ ڪرڻ جي توفيق ڏي.

**عارف واصل جو الله تعاليٰ آڏو عرض خدا جو خدا اڳيان ٻاڏائڻ آھي**

الله وارن کي الله تعاليٰ سان پورو قرب حاصل ھوندو آھي پوءِ انھن جو الله تعاليٰ کان دعا گھرڻ ائين آھي جيئن خدا پنھنجو پاڻ کان دعا گھري. سندن دعا جي مقبول نہ ٿيڻ جي ڪا معنيٰ نہ آھي. حديث قدسي آھي الله تعاليٰ فرمائي ٿو: جڏھن ھڪ انسان نفلن ذريعي مون سان قُرب حاصل ڪري ٿو تہ آئون ان انسان جا عضوا بنجي وڃان ٿو. حضور صلى الله عليه وسلم جي مٽي اڇلائڻ کي الله تعاليٰ پنھنجو اڇلائڻ قرار ڏنو آھي.

*آں دُعا از ھفت گردوں دَر گذشت*
*کار آں مسکیں بآخر خوب گشت*

ترجمو: ”اھا دعا ستن آسمانن کي پار ڪري ويئي. نيٺ ان مسڪين جو ڪم پلو تي ويو.“

نصوح جي لاءِ ان عارف جي دعا پنھنجو ڪم ڪيو. شيخ جيتوڻيڪ فاني آھي پر اُن جي ڳالھ خدا جي ڳالھ آھي. جڏھن خدا پنھنجو پاڻ کان سوال ڪري تہ اھو پنھنجي دعا کي ڪيئن رد ڪندو. الله تعاليٰ جي ڪاريگريءَ ھڪ سبب پيدا ڪيو. جنھن اُن کي گناھن کان نفرت ڏياري. اھو سبب موتي جو گم ٿيڻ ھو. جيڪو ان جي توبھ جو سبب بنيو. نصوح غسل خاني ۾ ڪم ڪري رھيو ھو، ان دوران شھزاديءَ جو ھڪ موتي گم ٿي ويو. اھو موتي ڪن جي والي جو ھو ۽ عورت موتي ڳولڻ لڳي. جتي اُن ڪپڙا لاھي رکيا ھئا اُتي ڳولڻ لڳي. سامان ۾ موتي نظر نہ آيو ۽ چور بہ ظاھر نہ ٿيو. تمام گھڻي ڪوشش ڪيائون مرد ۽ عورتون سيئي ڳولڻ لڳا ۽ اعلان ڪيو ويو تہ پوڙھا ۽ جوان سيئي اگھاڙا ٿين. ھڪ پوءِ دربان عورتن تلاشي ورتي پر موتي ھٿ نہ آيو. نصوح کي ھي ڊپ ھو تہ جيڪڏھن ان کي ننگو ڪيو ويو تہ ان جو راز کلي ويندو، نتيجي ۾ متان ڪيس ماريو وڃي! سو ھاڻي خدا کان آزي نيزاري، روج ۽ راڙو شروع ڪري ڏنائين.

”اي الله! مون گھڻا دفعا توبھ ڪئي ۽ واعدو ٽوڙيو آھي، مون اھو ڪيو جيڪو منھنجي لائق ھو. نصوح چئي رھيو ھو تہ جيڪڏھن منھنجي ڪپڙن جي تلاشي ورتي وئي تہ سخت مصيبت اچي ويندي. ان غم جي باھ جگر ۾ لڳي آھي. سڙڻ جي خوشبو اچي رھي آھي. ھو خدا کي چئي رھيو ھو تہ مون تنھنجي رحمت جو دامن جھليو آھي.

نصوح تلاشي جي دوران چئي رهيو هو ته ڪاش آئون پيدا نه ٿيان ها ۽ جيڪڏهن پيدا ٿيان ها ته جهنگ ۾ ڪو بگهڙ مون کي کائي وڃي ها. اي الله! تون رحم ڪر، آئون چئني طرفان مُصيبت ۾ آهيان. مون کي هن پريشانيءَ ۾ مرڻ گهرجي. اي الله منهنجو وقت تنگ آهي منهنجي فرياد رسي ڪر، مون هر نه ڪرڻ واري ڪم کان توبه ڪئي، منهنجي پرده پوشي فرماءِ، منهنجي هن دفعي توبه قبول ڪر، جيڪڏهن هن دفعي ڪانپوءِ ڪوتاهي ڪريان ته پوءِ دعا ۽ ڳالهه نه ٻڌج. زاري ڪري رهيو هو ۽ ڳوڙها ڳاڙي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو ته جلاد جي ور چڙهڻ وارو آهيان. ڪو نصراني به ائين نه مري، ڪو بد دين به ائين نه ٿئي. هو پنهنجي جان تي نوحا پڙهي رهيو هو، سامهون جلاد ملڪ الموت کي ڏسي رهيو هو. هُن خدا کي ايتري قدر پُڪاريو جو در و ديوار گونجي اُٿيا.

**نصوح جي تلاشيءَ جي نوبت اچڻ ۽ معاملو حل ٿيڻ**

درميانِ يا رب و يارب بُد اُو

بانگ آمد از ميانِ جُستجو

ترجمو: ”هو يا رب يارب ۾ لڳو پيو هو، تلاشيءَ جي دوران آواز آيو.“

اسان سيني جي تلاشي ورتي، اي نصوح اڳي اچ. ان وقت نصوح بيهوش ٿي ويو ۽ روح پرواز ڪري ويو ۽ نصوح جا حواس ختم ٿي ويا، پٿر وانگر ٿي ويو. ان بيهوشيءَ ۾ ان کي قُربتِ حق ميسر ٿي ويئي. اُن انتهائي مايوسيءَ ڪيس درياءِ رحمت جي ڪناري تي پهچائي ڇڏيو. روح جسم کان پاڪ ٿي ڪري دربارِ خداوندي ۾ پهچي ويو. روح جسم ۾ اهڙي طرح قيد آهي جهڙي طرح انسان ڪاٺ ۾ قيد ڪيو ويندو آهي. جڏهن جسم بيهوش ٿي ويندو آهي ته روح پرواز ڪري بادشاهه وٽ پهچي ويندو آهي. جڏهن رحمت جو درياءُ جوش ۾ ايندو آهي تڏهن جنهن تي به ڇنڊا پوندا آهن، اُن ۾ زندگي پيدا ٿي ويندي آهي. ابر رحمت سان ذرّو موتي بنجي ويندو آهي. اهو بي رونق مٽيءَ مان گُل پيدا ڪندو آهي. پُراڻا مئل زنده ٿي ويندا آهن، بُرو ڀلو بنجي ويندو آهي. سُڪل زمين سرسبز بنجي ويندي آهي، بُغض ۽ ڪينو ختم ٿي ويندو آهي، بگهڙ ۽ ٻڪري گڏجي پاڻي پيئندا آهن.

**موتي ملڻ ۽ شهزاديءَ جي دربانن ۽ ٻانهين جو نصوح کان معافي گهرڻ کي چمڻ ۽ معذرت ڪرڻ.**

بانگ آمد ناگهاں که رفت بيم

شُد پديد آں گم شُده دُرِّ يتيم

ترجمو: ”اوچتو آواز آيو، خوف ختم ٿيو، اهو ناياب گم ٿيل موتي ملي ويو آهي.“

هاڻي هي اعلان ٿي ويو ته ڊپ ۽ خوف جو وقت ختم ٿي ويو موتي ملي ويو آهي. جڏهن موتي ملي ويو تڏهن اُن جي ملڻ جي خوش خبري ڏني ويئي. سيني تعلق وارن شهزاديءَ کان انعام جي درخواست ڪئي. حمّام ۾ خوشيءَ جا نعرا ٻُڌائي رهيا هئا ته غم ٽري چڪو آهي. هاڻي نصوح بيهوشيءَ مان هوش ۾ آيو ته هُن جي نور جي اها ڪيفيت هئي جيڪا سئو روزن جي چلّي ڪانپوءِ هوندي آهي. هر شخص اُن جا هٿ چُمي ۽ معافي وٺي رهيو هو. سيني نصوح کي چيو ته اسان توهان تي بدگماني ڪئي هئي، اسان کي معاف ڪر. غيبت ۽ گِلا کي ڀاءُ جي گوشت خوريءَ سان تعبير ڪيو ويندو آهي. نصوح تي زياده بدگماني هن ڪري هئي ته هو شهزاديءَ سان زياده ويجهو هو. شهزاديءَ جو جسم مهٽڻ لاءِ نصوح مخصوص هو. ٻئي هڪ روح ٻه جسم بنيل هئا. ان بدگماني جي تقاضا هي هئي ته سڀ کان پهرين نصوح جي تلاشي ورتي وڃي پر اُن جي عزت بچائڻ جي لاءِ ان کي موقعو ڏيئي رهيا هئا ته جيڪڏهن موتي اُن وٽ آهي ته ڪنهن جاءِ تي رکي ڇڏي ۽ الزام کان بچي وڃي. غسل خاني جا متعلق ۽ نوڪر اُيا بيٺا هئا ۽ نصوح کان

معافيون وٺي رهيا هئا. ۽ نصوح چئي رهيو هو تہ اهو الله جو ڪرم هو ورنہ جيڪو توهان چيو آئون ان ڪان وڌيڪ بدتر آهيان. آئون دنيا ۾ سڀ ڪان وڌيڪ گنهگار آهيان. توهان جيڪي ڪجھ چيو اهو تہ هڪ سيڪڙو آهي. ان باري ۾ چاهي ڪنهن کي شڪ هجي پر مون کي پنهنجي برائيءَ جو يقين آهي. منهنجي بداعماليـن کي مون ڪان سواءِ ٻيو ڪير ڄاڻي سگھي ٿو. نصوح چيو: پنهنجي بُراين کي آئون ڄاڻان ٿو يا منهنجو خدا ڄاڻي ٿو. شروعات ۾ شيطان منهنجو استاد هو پر پوءِ آئون برائي ڪرڻ ۾ شيطان جو بہ استاد بنجي ويس. اهو الله جو ڪرم آهي جو هو منهنجي پرده پوشي ڪري ٿو ۽ منهنجي قاتل کي سِبي ڇڏي ٿو. هن نہ رڳو منهنجي گناهن کان قطع نظر ڪيو پر منهنجي بُراين کي ڀلائين سان بدلايو. هاڻي آئون سيني دنياوي ناتن کان سَرو ۽ سوسن وانگر آزاد آهيان. هاڻي ان منهنجو نالو نيڪن ۾ لکي ڇڏيو آهي ۽ مون دوزخي کي جنتي بنائي ڇڏيو آهي. مون پنهنجي خطاڪاري تي آھ ڪئي. اُن آھ رسيءَ جو ڪم ڪيو ۽ گُناهن جي کوھ مان ٻاهر نڪري آيس. دنيا جي حرص ۽ هوس جي تنگيءَ ۾ ھُٿس. آئون هاڻي پوري جهان ۾ نٿو سمائجان، جيڪڏهن منهنجو وارُ وار بہ الله جو شڪر ادا ڪري تہ ممڪن نہ آهي. مغفرت ڪانپوءِ جنتي چوندو تہ يٰلَيۡتَ قَوۡمِیۡ يَعۡلَمُوۡنَ ﴿۲۶﴾ بِمَا غَفَرَ لِیۡ رَبِّیۡ وَ جَعَلَنِیۡ مِنَ الۡمُکۡرَمِیۡنَ ﴿۲۷﴾ (يٰس:26) ”ڪاش منهنجي قوم هن ڳالھ کي ڄاڻي وٺي تہ منهنجي خدا منهنجي بخشش ڪئي آهي ۽ مون کي باعزت ماڻهن مان بنايو آهي.“

**شهزاديءَ جو نصوح کي توبھ مستحڪم ٿيڻ ڪانپوءِ مالش جي لاءِ ٻيهر سڏڻ**

*بعد ازان آمد کسی کز مرحمت*
*دخترِ سلطانِ ما میخواندت*

ترجمو: ”ان ڪانپوءِ ڪو آيو تہ مهربانيءَ ڪر، اسان جي بادشاھ جي ڇوڪري توکي سڏي رهي آهي.“

انهن سيني واقعن ڪانپوءِ نصوح جي گھر پيغام آيو تہ توکي شهزادي سڏي رهي آهي، هو توکان بدن مهٽائڻ چاهي ٿي. نصوح چيو تہ هاڻي منهنجو هٿ بيڪار آهي ۽ آئون بيمار آهيان، تون ئي اُن جي مالش ڪر ۽ ميٽ سان اُن کي وهنجار. نصوح دل ئي دل ۾ چئي رهيو هو تہ تلاشي جو ڊپ منهنجي دل مان ڪڏهن نٿو نڪري سگھي. هاڻي مون ان ڪم کان اهڙي توبھ ڪئي آهي جيڪا مرڻ تائين ڪونہ ٽُٽندي.

**توبھ ۽ شرمندگيءَ کي وساري ٻيهر مصيبت ۾ ڦاسڻ**

هن حڪايت مان هي ٻڌائڻ مقصد آهي تہ هڪ دفعو مصيبت مان ڇوٽڪارو لهڻ ڪانپوءِ ٻيهر مصيبت ۾ ڦاسڻ جو تمام خراب انجام ٿيندو آهي، اهڙي شخص جو مثال ٻاڙ ڪان سواءِ وڻ وانگر آهي جيڪو ڏينهون ڏينهن سُڪندو ويندو آهي ۽ ان جا پن ڪِرندا رهندا آهن.

*گازری بُود و مر اُورا یک خری*
*پُشت ریش اِشکم تہی تن لاغری*

ترجمو: ”هڪڙو ڌوٻي هو جنهن جو ڇيلھ ڦٽيل، ڪمزور جسم ۽ خالي پيٽ وارو گڏھ هو…“

گڏھ ڪمزور ٿي ويو هو. رات ڏينهن پٿريلي زمين ۾ بي سروْ سامان ۽ گاھ کان سواءِ ٻُک ۾ اندو ٿي ويو هو. اُن جي پاسي ۾ چشمي وارو جهنگ هو جنهن ۾ هڪ شينهن هو جنهن جو ڌنڌو شڪار ڪرڻ هو. هڪڙي ڏينهن شينهن جي نر هاٿي سان جنگ ٿي پيئي جنهن ۾ شينهن زخمي ٿي پيو ۽ شڪار کان عاجز ٿي ويو. گھٽي وقت کان اهو شڪار جي قابل نہ هو ۽ ٻيا جانور جيڪي ان جو اوبر ڪائيندا هئا، اهي بہ هاڻي ٻُک ۾ مرڻ لڳا. شينهن هڪ لومڙيءَ کي چيو تہ ڪنهن گڏھ کي ڀُلائي مون وٽ وٺي اچ. گڏھ نہ ملي تہ ڍڳو بہ صحيح آهي. (لومڙيءَ جون چالاڪيون

مشهور آهن.) جڏهن آئون گڏهه جي گوشت مان طاقت وٺندس ته پوءِ هيو شڪار ڪندس. اُن گڏهه مان آئون ڪجهه ڪائيندس باقي توکي ڏيندس، مطلب ته گڏهه کي ريجهائي مون وٽ وٺي اچ.

## قُطب، عارف ۽ واصل جي مرتبن جو بيان

قُطب شير و صَيد کردن کار او
باقيان اين خَلق باقي خوار او

ترجمو: ”قطب شينهن آهي ۽ شڪار ڪرڻ ان جو ڪم آهي، باقي هيءَ مخلوق ان جو اوبر ڪائڻ واري آهي.“

جيڪو شخص پنهنجي دور جو قطبِ هوندو آهي اهو اسرار ۽ معارف جو براه راست استفادو ڪندو آهي ۽ ٻيا اولياءُ، اوتار، نجباء ۽ نُقباء اُن جي واسطي سان فيضياب ٿيندا آهن. هر ولي جو فرض آهي ته اهو زماني جي قُطبِ جي خوشنودي حاصل ڪري ۽ ان کي خوش رکي. جيڪڏهن قُطبِ رنجيده ٿي ويندو آهي ته ٻيا ماڻهو بي سرو سامان رهجي ويندا آهن. ٻين ماڻهن جي روزي ان جو اوبر آهي. قطب ۽ ٻي مخلوق جي اها ئي نسبت آهي جيڪا عقل ۽ ٻين عُضون جي آهي. عُضوا عقل جي ذريعي خوراڪ حاصل ڪندا آهن. قُطب تي روحاني ضعف طاري نٿو ٿي سگهي. قُطب جي روح ۽ جسم جي اهائي نسبت آهي جيڪا حضرت نوح عليه السلام ۽ ٻيڙيءَ جي هئي. قُطب کي جنهن مدد جي ضرورت آهي اها اُن جي جسماني مدد آهي. تون جيڪا ڪجهه قُطب جي بدني خدمت ڪندين اها تنهنجي لاءِ مفيد آهي. حضور صلي الله عليه وسلم سان ملي ڪري جهاد ڪرڻ کي الله تعاليٰ پنهنجي مدد قرار ڏنو آهي ۽ فرمايائين ته اُن مدد جو فائدو توهان کي بصورت مدد خداوندي حاصل ٿيندو. جهڙي طرح لومڙي شينهن جي لاءِ شڪار ڪري ٿي ۽ ان مان خود فائدو حاصل ڪري ٿي، اهڙي طرح توهان به جيڪڏهن قطب جي بدني خدمت ڪندؤ خود فائدو حاصل ڪندؤ. قطب جو ارادت مند قطب کي جيڪي ڪجهه ڏيندو اهو لومڙيءَ جي شڪار وانگر هوندو جنهنجو توهان کي فائدو ٿيندو. قُطب جو مُنڪر بِجّود (هاتار) آهي جنهن جي ڪمائي مُردار هوندي آهي. پر قُطب وٽ پهچي اُن جو مردار پڻو ختم ٿيندو آهي، جيئن ڇيٽي جو پاڻ زمين ۾ پوندو آهي ته ان جي خاصيت بدلجي ويندي آهي.

## لومڙيءَ جو شينهن کي جواب ڏيڻ

گفت رُوبه شير را خدمت کُنم
حيلها سازم زعقلش بر کنم

ترجمو: ”لومڙيءَ شينهن کي چيو ته آئون خدمت بجا آڻيندس، تدبيرون ڪنديس، اُن کي عقل کان بيگانو ڪنديس.“

لومڙيءَ شينهن کي چيو ته آئون حڪم جي تعميل ڪنديس ۽ پنهنجي تدبير سان شڪار کي بيوقوف بنائينديس. لومڙي گهمي ڦري رهي هئي ته ڏوٻيءَ جو گڏهه اُن کي مليو. لومڙيءَ اُن کي گرمجوشيءَ سان سلام ڪيو. لومڙيءَ گڏهه کي چيو توهان هن سُڪل پٿريلي جهنگ ۾ ڇو پيا آهيو؟ گڏهه چيو ته اها خدائي تقسيم آهي، جيڪو منهنجو حصو آهي آئون اُن تي راضي آهيان. انسان کي هر حالت ۾ شُڪر ادا ڪرڻ گهرجي ۽ سوچڻ گهرجي ته الله تعاليٰ ڪيس هن کان بدتر حالت ۾ ڪونه ڪيو. الله جي تقسيم تي شڪايت ڪرڻ ڪُفر آهي. صبر ڪرڻ گهرجي، صبر سان ڪشادگي پيدا ٿيندي آهي. رزق خدا جو تقسيم ڪيل آهي. جڏهن هو سيني جو مالڪ آهي ته ان جي تقسيم تي راضي رهڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته هو سيني جو آقا آهي. جانورن ۽ ڪيڙن ماڪوڙن کي به اهو ئي رزق رسائي ٿو، جيتري قدر جاندار آهن سڀ ان جي ئي نعمتن مان رزق حاصل ڪري رهيا آهن. دنيا جي سڀ مخلوق ان

جي ئي خوانِ نعمت مان روزي حاصل ڪري رهي آهي. سڀ مخلوق ”ٻي الله تعاليٰ روزي پهچائي رهيو آهي. ڪوبه جاندار روزيءَ کان محروم ناهي. جيڪڏهن تون زنده دل آهين ته راضي رهه، هو هر ڄانهي کي روزي پهچائي ٿو. الله کانسواءِ سڀ دشمن آهن. الله سيني جو دوست آهي ته دوست جي شڪايت دشمن سان ڪرڻ بيوقوفي آهي. جنهن حالت ۾ جيڪو به آهي ان کي شڪرگذار هئڻ گهرجي. ته هو اِن کان بدتر حالت ۾ نه آهي. جيستائين مون کي معمولي روزي آهي آئون وڏيڪ روزيءَ جي خواهش نه ڪندس. ڇاڪاڻ ته هر وڏيڪ نعمت سان گڏ ڪانه ڪا تڪيف ڏيڻ واري شيءِ لڳل هوندي آهي. خزاني سان گڏ نانگ آهي، گل سان گڏ ڪنڊو آهي ۽ خوشيءَ سان گڏ غم آهي.

## پخالي گڏهه ۽ عربي گهوڙي جي حڪايت

هن حڪايت مان هي سمجهائڻ مقصد آهي ته شاهي طنبيلي جي گهوڙن کي چڱي طرح خوراڪ ملندي هئي ته اُن سان گڏ انهن کي جنگ ۾ تير به ڪائڻا پوندا هئا. انسان کي گهرجي ته دعاءِ مغفرت ۽ الله جي عِنايت جو طالب بنجي. جيڪڏهن ان کي هي شيءَ حاصل ٿي ويندي ته مُصيبتن جي ڪڙاڻ مِٺاڻ ۾ تبديل ٿي ويندي. جيڪڏهن انسان نه آزمايل نعمت جي تمنا ڪندو، ته ان سان مصيبت ۾ پريشان ٿي ويندو دنيا جي هر لذت سان ڪانه ڪا مصيبت وابسته آهي داڻو آ-ي. ته ان سان گڏ ڄارُ به آهي. انسان داڻي جي تمّنا ڪري ٿو، اهو ڄارَ کان غافل هوندو آهي.

بُود سقائی مر اُورا یک خرے

گشتہ از محنت دوتا چوں چنبرے

ترجمو: ”هڪ پخالي جو گڏهه تڪليف جي ڪري دال (د) وانگر ٽيڏو ٿي ويو هو.“

گهڻي بار جي ڪري گڏهه جي چيلهه ۾ سوين ڦٽ ٿي ويا هئا. ان گڏهه کي مصيبتن جي ڪري موت جي تمنا هئي. جَوَ ته پري رهيا سڪل گاهه به پيٽ ڀرڻ لاءِ نه ملندو هوس ۽ هر وقت لوهه جي سيخ سان مار کائيندو هو جنهن جي ڪري ان جا پُنا زخمي هئا. طنبيلي جي داروغي ان کي ڏٺو ۽ مٿس رحم ڪيو، ڇاڪاڻ ته اهو گڏهه جي مالڪ جو واقف هو، مالڪ کان حال پڇيائين مالڪ چيو ته منهنجي مُفلسي ۽ ڪوتاهي جي ڪري گڏهه جو هي حال آهي. هن کي چارو نٿو ملي. داروغي چيو ته چند ڏينهن جي لاءِ اهو منهنجي حوالي ڪر ته شاهي طنبيلي ۾ ڪائي طاقت ور ٿئي. مالڪ گڏهه داروغي جي حوالي ڪيو. داروغي هن کي شاهي طنبيلي ۾ ٻڌو، پخالي جي گڏهه شاهي طنبيلي ۾ عربي گهوڙا ڏٺا، جيڪي عمدي حالت ۾ هئا. طنبيلي جي زمين چنڊڪاريل هئي. داڻو ۽ گاهه بروقت سيني گهوڙن کي ملندو هو، انهن جي بدن تي کَرکَريو لڳندو ۽ مالش ٿيندي هئي. اهو ڏسي پخاليءَ جي گڏهه آسمان ڏانهن منهن ڪري دعا گهري: اي الله! آئون به تنهنجي مخلوق آهيان، آئون ايتري قدر مصيبت ۾ ڇو آهيان، ڏينهن جو مالڪ جا موچڙا! انهن موچڙن جي تڪليف ۽ بُک ۾ رات گذاريان ٿو ۽ هر وقت موت جي تمنا ڪريان ٿو. هي عربي گهوڙا ڪيتري قدر عيش عشرت ۾ آهن، تو مون کي مصيبتن جي لاءِ ڇو خلقيو آهي؟ ڪجهه ڏينهن کانپوءِ جنگ جو اعلان ٿيو ۽ انهن عربي گهوڙن تي تنگ ڇڪڻ جو وقت اچي ويو. اهي گهوڙا فوج سان گڏ جنگ جي ميدان ۾ ويا ۽ اُتي دشمنن جي نيزن ۽ تيرن سان زخمي ٿيا. جنگ مان موٽي اچي اهي گهوڙا طنبيلي ۾ پُٺن ڀر ڪِريا، نعل ٻڌندڙ انهن جا پير ٻڌا ۽ تيرَ ڪڍڻ جي لاءِ انهن جي بدنن ۾ چيرَ ڏيڻ شروع ڪيائون. پخالي جي گڏهه جڏهن عربي گهوڙن جي اها حالت ڏٺي تڏهن دعا گهرڻ لڳو ته آئون فقر ۽ عافيت تي راضي آهيان. ساز و سامان سان گڏ اها زخم خوري مون کي منظور نه آهي.

**لومڙيءَ جو گڏھ کي جواب ڏيڻ**

گفت روبہ جُستنِ رزقِ حلال
فرض باشد از برائے امتثال

ترجمو: ”لومڙيءَ چيو حلال رزق جي تلاش ڪرڻ حڪم بجاءِ آڻڻ جي لاءِ فرض هوندو آهي.“

گڏھ جي تقرير ٻڌي ڪري لومڙيءَ چيو الله تعاليٰ جو حڪم آهي تہ روزي تلاش ڪريو، انهيءَ ڪري حلال رزق جي طلب فرض آهي. دنيا عالمِ اسباب آهي. هتي تدبير ۽ سبب اختيار ڪرڻ ڪانسواءِ ڪو مقصد پورو نٿو ٿئي. قرآن پاڪ ۾ حڪم آهي تہ ”جمعي جي نماز مان واندا ٿي الله جو فضل يعني رزق طلب ڪريو.“ (الجمعة:10) حضورﷺ ارشاد فرمايو تہ الله تعاليٰ رزق جا دروازا بند ڪيا آهن ۽ دروازن کي تالا لڳايا آهن. انسان جي ڪوشش ۽ ڪمائڻ انهن جي تالن جي ڪنجي آهي. چاٻيءَ ڪانسواءِ ڪو تالو نہ کُلندو آهي، انهيءَ ڪري رزق حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪمائڻ ضروري آهي. لومڙي گڏھ کي چيو تہ جيڪڏهن تون ڪوھ ۾ وڃي ويهندين تہ تو وٽ پاڻهي رزق هلي نہ ايندو.

**گڏھ جو لومڙي کي جواب ڏيڻ**

گفت از ضُعف توکل باشد آں
ورنہ بدہد نان کسی کو داد جاں

ترجمو: ”ان چيو توڪل جي ڪمزوريءَ جي ڪري ايئن ٿيندو آهي ورنہ اهو ماني بہ ڏي ٿو جنهن ساھ ڏنو آهي.“

گڏھ چيو تہ سبب ڪانسواءِ رزق جو نہ اچڻ توڪل نہ هجڻ جي ڪري آهي ورنہ جيڪڏهن خدا تي پوري توڪل ڪئي وڃي تہ رزق خود ايندو آهي. دنيا طلبي جي لاءِ جُستجو ڪرڻي پوي ٿي ورنہ رزق تہ خود پهچندو آهي. پکي پکڻ سڀ رزق روزي ڪائين ٿا، اهي نہ ڪمائيءَ جي پويان آهن ۽ نہ رزق کي ڪٺڻ وارا آهن. سڀن کي رزق ڏيڻ وارو روزي ڏي ٿو. هر هڪ جو حصو ان جي اڳيان رکي ٿو، جنهن صبر اختيار ڪيو رزق ان جي اڳيان اچي ٿو. جيئن تہ انسان بي صبر آهي انهيءَ ڪري رزق جي تلاش ۾ ڦرندو رهي ٿو.

**لومڙيءَ جو گڏھ جي ان ڳالھ جو جواب ڏيڻ تہ آئون پنهنجي حصي تي راضي آهيان**

گُفت روبہ آں توکّل نادر ست
کم کسے اندر توکل ماہرست

ترجمو: ”لومڙيءَ چيو اها توڪل ناياب آهي. تمام گهٽ آهن جيڪي توڪل ۾ ماهر آهن.“

لومڙيءَ گڏھ کي چيو: ايتري قدر توڪل تہ روزي خود اچي، تمام گهٽ آهي. توڪل جو اهو مرتبو فقط بادشاهن کي حاصل آهي. حضورﷺ قناعت ۽ صبر کي خزاني سان تعبير ڪيو آهي. خزانو هر شخص کي هٿ ڪونہ ايندو آهي. انسان کي پنهنجي مرتبي تي رهڻ گهرجي، ورنہ مصيبت ۾ مبتلا ٿي ويندو. جڏهن تہ توڪل جو مرتبو حاصل نہ آهي تہ انسان کي رزق جي تلاش ڪرڻ گهرجي.

**گڏھ جو ٻيهر لومڙيءَ کي جواب ڏيڻ**

گفت خر معکوس میگوئی بِدان
شور و شر از طمع آید سوئے جان

ترجمو: ”گڏھ چيو سمجھ ڪر، تون اُبتي ڳالھ ڇئي رهي آهين، جان تي تڪليف لالچ جي ڪري ايندي آهي.“

گڏھ لومڙيءَ کي چيو تون ابتي ڳالھ ڪرين ٿي. توڪل سان نہ پر لالچ سان روح شور ۽ شر ۾ مُبتلا ٿيندو آھي. قناعت نقصانڪار ناھي ۽ حرص فائديمند نہ آھي. رزق ڪُتن ۽ سُوئرن کي بنا ڪمائڻ جي ملي ٿو. ڪڪر ۽ مينھن انسان جي محنت ڪانسواءِ ٿئي ٿو. جھڙي طرح انسان رزق تي عاشق آھي رزق بہ انسان تي عاشق آھي. انسان صبر ڪري تہ رزق ھلي ايندو آھي.

## توڪل کي آزمائڻ واري زاھد جو قصو

آں يکی زاھد شنيد از مصطفیٰ
کہ يقيں آيد بجاں رزق از خدا

ترجمو: ”ھڪڙي زاھد مصطفيٰ ﷺ (جي حديث) ٻڌي تہ ھر ڪنھن کي يقيناً رزق پھچي ٿو.“

ھُن حضور ﷺ جي اھا ڳالھ ٻڌي ھئي تہ رزق لامحالہ پھچي ٿو، رزق بہ انسان جو عاشق آھي. اِن ڳالھ کي آزمائڻ لاءِ اھو زاھد جھنگ ۾ ھڪ جبل جي ھيٺ پاسي وڃي ويٺو. ھڪڙو قافلو اتان کان اچي لنگھيو جنھن کان رستو گم ٿي ويو ھو. قافلي وارن ڏٺو تہ ڪو ماڻھو سُتو پيو آھي. قافلي وارن کي تعجب ٿيو تہ شھر کان پري ھي اڪيلو شخص ھتي ويٺو آھي، بگھڙن ۽ دشمنن کان بہ نٿو ڊڄي، خبر وٺون تہ مُئل آھي يا جيئرو؟ اھي قافلي وارا اُن وٽ آيا ۽ اُن کي جاڳائڻ جي ڪيائون پر اُن ڄاڻي ٻُجھي خاموشي اختيار ڪئي. چُريو پُريو ڪونہ اکيون بند ڪري ڇڏيائين. قافلي وارن سمجھيو تہ بُک جي ڪري بيھوش ٿي ويو آھي، پوءِ قافلي وارن ڪاڌو آندو تہ ھن کي ڪارائين پر زاھد پنھنجو وات بند ڪيو تان تہ اھو سچائيءَ وارو وعدو ڏسي. اھو حال ڏسي قافلي وارن کي اچان وڏيک رحم آيو تہ بُک جي ڪري ھن جون نَسُون سُڪي ويون آھن. زاھد جيئن تہ ڏند ڀيڙي ڇڏيا ھئا، قافلي وارن ڇُريءَ جي ذريعي ھن جو وات کوليو ۽ ٻوڙ ۾ مانيءَ جا ٽُڪر پُسائي ان کي کارايائون. ان زاھد پنھنجي دل کي چيو تہ تون راز کي ڄاڻين ٿي ۽ ھيءَ آزمائش بطور نام جي آھي. دِل جواب ڏنو تہ ھائو مون کي ان جو علم آھي تہ جان ۽ جسم جو رازق الله ئي آھي. بزرگ رومي فرمائي ٿو تہ ان کان بھتر ٻيو ڪھڙو امتحان ٿيندو. ان مان معلوم ٿيو تہ صابرن وٽ رزق پاڻ ھلي ايندو آھي. يقيناً توڪل اختيار ڪرڻ گھرجي. حرص ڪرڻ گڏھ پڻو آھي، جڏھن قافلي وارن جبراً اُن زاھد کي ڪاڌو کارايو، تڏھن اُن زاھد وات کوليو ۽ چيائين تہ مون رزق جي معاملي ۾ حضور ﷺ جي فرمان کي آزمايو اھو بلڪل سچ آھي.

## لومڙيءَ جو وري گڏھ کي جواب ڏيڻ ۽ اُن کي ڪمائيءَ جو شوق ڏيارڻ

گفت روبہ اين حکايت را بہل
دستھا در کسب زن جُھدِ المقل

ترجمو: ”لومڙيءَ چيو تہ ان قصي کي ڇڏ، غريباڻي ڪوشش سان ڪمائيءَ جي لاءِ ھٿ ھلاءِ.“

خدا توکي ھٿ ھن لاءِ ڏنا آھن تہ ھٿن سان ڪم ڪر، پنھنجو پلو ڪر ۽ ڪمائي ٻين جي بہ مدد ڪر. معاشري ۾ ھر شخص ٻئي جي ڪمائي جو محتاج آھي. ھر پيشو ھر شخص نٿو ڪري سگھي. ھر پيشي وارو ڪمائي ٻئي جي مدد ڪري ٿو. واڍو پنھنجي ڏنڊي مان انھن جي مدد ڪري ٿو جن کي اھو ڪم نٿو اچي. اھڙي طرح ڪوري ۽ موچي پنھنجي ڪم ۾ آھن. پخالي پاڻيءَ وارو ڪم ڪري ٿو. مطلب تہ دنيا جو معاشرو باھمي امداد سان قائم آھي پيٽ پرستي مناسب نہ آھي، سنت طريقو اھو آھي تہ انسانن کي ڪمائڻ گھرجي.

**گڏھ جو لومڙيءَ کي جواب ڏيڻ تہ توڪل بهترين ڪمائي آهي**

گفت من بہ از توکّل بر رَبی

می ندانم در دو عالم کسبے

ترجمو: "هُن چيو تہ آئون خدا تي توڪل کان، ٻنهين جهانن ۾ ڪا ڪمائي بهتر نٿو ڄاڻان."

اُن جي شڪر ادا ڪرڻ جهڙي ٻي ڪمائي آئون نٿو ڏسان. قرآن شريف ۾ فرمايو ويو آهي تہ "جيڪڏهن توهان شڪر ڪندؤ تہ اسين اوهان وڌيڪ ڏينداسين." توڪل بہ ڪمائي جو هڪ طريقو آهي ۽ اهڙو طريقو آهي جو ٻين طريقن ۾ ان جي ضرورت پوندي آهي ۽ اُن ۾ ڪنهن ٻئي ذڪري جي ضرورت نہ آهي. انسان جيڪو بہ طريقو اختيار ڪري ٿو اُن ۾ دعا ڪري ٿو ۽ خدا تي ڀروسي جو اظهار ڪري ٿو.

**لومڙيءَ جو گڏھ کي جواب ڏيڻ**

بعد ازاں گفتش کہ اندر مُہلکہ

نہی لَا تُلْقُوْا بِاَیدِی تہلکہ

ترجمو: "اُن کان پوءِ لومڙيءَ گڏھ کي چيو تہ هلاڪت ۾ پوڻ جي باري ۾ آهي تہ "پنهنجو پاڻ کي هلاڪت ۾ نہ وجهو."

لومڙيءَ چيو تہ هٿ پير پچي ويهڻ پنهنجو پاڻ کي هلاڪت ۾ وجهڻ آهي ۽ پنهنجو پاڻ کي هلاڪت ۾ وجهڻ جي منع آهي. سڪل ۽ پٿريلي جهنگ ۾ صبر ڪرڻ بيوقوفي آهي. الله جي دنيا وسيع آهي. هِتان ڪان سر سبز علائقي ۾ هليو وڃ جتي ساوا گاھ آهن. جهڙي جنت هجي. چيلهہ تائين ساوڪ آهي. ايترو ڊگهو ۽ وڏو گاھ آهي جوُاُن ۾ اُٺ بہ لِڪي وڃي. اتي هر پاسي چشما جاري آهن ۽ جانور امن ۽ عيش ۾ آهن. گڏھ تہ بهرحال گڏھ هو. مولانا رومي فرمائي ٿو تہ اِن گڏھ کان هي نہ ٿيو جو لومڙيءَ کي چوي تہ جيڪڏهن تنهنجو بيان صحيح آهي تہ تون چو بدحال آهين. گڏھ لومڙيءَ کي چوي ها تہ جيڪڏهن اهو جهنگ انهن خوبين وارو آهي جيڪي تون بيان ڪري رهي آهين تہ ان جهنگ جا سُنا آثار توتي ظاهر چونہ آهن ۽ تون چو ڪمزور ۽ اپري آهين؟ ان جهنگ جي نعمتن جي ڪري تنهنجيون نگاهون مست هجڻ گهرجن. تنهنجو نہ ڏسڻ جهڙو حال گداگريءَ جي ڪري آهي، سرداريءَ جي ڪري نہ آهي. جيڪڏهن تون چشمي تان آئي آهين تہ پوءِ سُڪل چو آهين. جيڪڏهن تون هرڻ جي دُن آهين تہ پوءِ تو ۾ مُشڪ جي خوشبوءِ ڪٿي آهي؟

گڏھ لومڙيءَ کي چوي ها تہ جيڪڏهن تون جنت جي باغيچي مان اچي رهي آهين تہ تنهنجي هٿ ۾ گلدستو هجڻ گهرجي ها. تو جيڪي ڳالهيون ٻُڌايون انهن ڳالهين مان تو ۾ نشاط ۽ خوشي چو نہ آهي.

هن مثال جو خلاصو هي آهي تہ ڪيترو عرصو انسان جي حالت ان جي قول جي ترديد ڪندي آهي.

آں یکے می گفت اُشتر را کہ ہے

از کجا می آئی اے اقبال پے

ترجمو: "همراہ اُٺ کي چيو تہ اي ڀاڳيريا! تون ڪٿان ڪان اچي رهيو آهين؟"

هڪ شخص اٺ کان پُڇيو تون ڪٿان اچي رهيو آهين؟ اٺ جواب ڏنو: تنهنجي پاڙي جي غُسل خاني مان وهنجي اچي رهيو آهيان. اُن جون رانون خراب هُيون. ان شخص طنزاً چيو تہ هائو تنهنجون رانون تنهنجي ڳالهہ جي تصديق ڪري رهيون آهن. حضرت موسيٰ عليہ السلام جي لَٺِ مان اَرڙ نانگ کي ڏسي فرعون جي جيڪا حالت ٿي اِن خود فرعون جي خدائي واري دعويٰ جي ترديد ڪري ڇڏي. جيستائين انسان دنياوي لذتن ڏانهن مائل آهي تہ ان اُخروي

نعمتن جي لذت کونہ چکي آهي. هاڻي جيڪڏهن انهي حالت ۾ ڪمال جو مُدعي آهي تہ خود ان جو عمل ان جي تڪذيب ڪندو ۽ ان جي دعويٰ فرعوني دعويٰ ٿيندي. آخرت جي نور جي ديدار جي نشاني اها ئي آهي تہ انسان دنيا کان بيزار ٿي وڃي. جيڪو پڪي ڪاري پاڻيءَ تي ڦيرا ڏي يقيناً اُن مِنو پاڻي ڪونہ ڏٺو آهي. دنيادار جو ايمان فقط تقليدي آهي مشاهدي تي مبني نہ آهي. تقليدي ايمان وارو تمام جلد شيطان جي چوڻ ۾ اچي ويندو آهي، تحقيقي ايمان ڪانپوءِ شڪ ۽ شبها زائل ٿي ويندا آهن. درياءَ جي سطح تي سُڪل شيون هونديون آهن، جيستائين اهي درياءَ ۾ رهنديون آهن انهن تي اضطراب طاري رهندو آهي، جڏهن اهي ڪناري سان لڳنديون آهن جيڪو انهن جو اهل آهي تہ خاموش ٿي وينديون آهن. جڏهن مشاهدو حاصل ٿيندو آهي ۽ هو پنهنجي اک سان ڏسندو آهي تہ پوءِ ان تي شيطان ڪنٽرول نٿو ڪري سگهي. گڏهہ لومڙيءَ سان حقيقتن تي مبني ڳالهيون ڪيون، پر ان جون سڀ ڳالهيون تقليدي هيون. انهيءَ ڪري لومڙيءَ جي ڦندي ۾ اچي ويو. گڏهہ جون ڳالهيون اهڙيون هيون جيئن ڪو شخص پاڻيءَ جي تعريف ڪري پر پاڻ پياسو نہ هجي. عاشق جو حُليو ڏاهي پر عاشق نہ هجي. منافق عذر پيش ڪندا هئا پر اهي عذر حقيقت تي مبني ڪونہ هوندا هئا، انهيءَ ڪري مردود ٿيا. منافق مومنن جي صورت بنائيندا هئا پر انهن ۾ ايمان ڪونہ هوندو هو ۽ اهو نمونو مسلمانن کي نقصان پهچائڻ جي لاءِ اختيار ڪندا هئا. لومڙي ۽ گڏهہ جي معرڪي ۾ گڏهہ جا حملا اهڙا ئي هئا جهڙو ميدانِ جنگ ۾ عورت جو حملو. عورت هٿ ۾ تلوار تہ کڻندي آهي پر اُن جي دل ڏڪندي آهي. جنهن شخص جو عقل مادي هجي ۽ نفس نر هجي تہ ان جي تباهي لازمي آهي. زنانو عقل لامُحالہ مرداني نفس کان مغلوب ٿي ويندو. عورت جي حملي جو انجام اهو ئي ٿيندو آهي جيڪو گڏهہ جي حملن جو ٿيو. پڇاڙيءَ ۾ لومڙيءَ ان کي ڦاسايو. عام حيوان رنگ ۽ بوءِ جو احساس تہ ڪندا آهن پر انهن ۾ عقل جو مادو نہ آهي جو حقيقت تائين پهچي سگهن. عورت بہ ظاهر تي ريجهي ويندي آهي. عقل کان ڪم وٺي حقيقت تائين نہ پهچندي آهي. جيڪڏهن انسان ۾ نر عقل هوندو آهي تہ اهو نفس تي غلبو حاصل ڪري وٺندو آهي. گڏهہ رنگ ۽ بوءِ کي ڏٺو پر عقل کان ڪم نہ ورتو. اهو گڏهہ ان راحت ۽ آرام جو محتاج هو جنهن جا اسباب اُتي مهيّا نہ هئا. هي ائين ئي ٿيو جيئن ڪو اُڃايل مينهن جو انتظار ڪري ويهي رهي ۽ ڪکر موجود نہ هجي. جوعُ البقر هڪ بيماري آهي جنهن ۾ انسان ڪائيندو رهندو آهي پر ان جو پيٽ ڪونہ ڀربو آهي (جنهن کي سنڌيءَ ۾ جلندر چئبو آهي) ان تي هڪ مشهور عربي مقولو آهي تہ اَلصَّبْرُ مِفْتَاحُ الْفَرَجِ "صبر ڪشادگيءَ جي ڪنجي آهي. مُقلدّ جا دليل سڀ ٻُڌل هوندا آهن مشاهدو نہ هوندو آهي. مقلد جي دليلن جو اهو ئي حال هوندو آهي جيئن پوٽليءَ تي مُشڪ مليو وڃي. مشاهدي جي لاءِ سالن جي مجاهدي جي ضرورت آهي. ان جي حاصل ڪرڻ جي لاءِ روحاني خوراڪ جي ضرورت آهي. عمدي قسم جون روحاني غذائون کائڻ کان پوءِ مشاهدي جو مرتبو حاصل ٿيندو آهي. اصولن جي روزي ۽ حڪمت تڏهن حاصل ٿيندي آهي جڏهن انسان مجاهدن جي خوشبو ۽ گل جو عادي بنجي ۽ دنياوي گندگين کان پاڪائي حاصل ڪئي وڃي ۽ روحاني غذائون حاصل ڪيون وڃن. جسماني معدو حيواني غذائن ڏانهن رغبت ڪندو آهي. روحاني معدو اسرارن جي غذا گهرندو آهي. جيڪو شخص حيواني غذائن جو عادي هوندو آهي اهو هلاڪ ٿي ويندو آهي. نوراني غذا سان قرآن وانگر برڪت وارو بنجي ويندو. انسان ۾ بہ قوتون آهن: هڪ حيواني ٻي ملڪوتي. اهو شخص جيڪو ٻڌل ڳالهيون ڪري ٿو ان جي فقط زباني تقرير هوندي آهي. ان ۾ ڪا جان نہ هوندي آهي، نہ ان جي دماغ ۾ ان جا اسرار هوندا آهن. جڏهن چوڻ واري ۾ جان نہ هجي تہ ان جي ڳالهہ بي نتيجہ هوندي آهي. ٻين کي تہ اهو بهادر بنائيندو آهي پر پاڻ ڏڪندو آهي. ان مقلد جي تقرير جيتوڻيڪ پُر شوڪت هوندي پر ان ۾ خوف بہ لڪل آهي.

### ڪامل شيخ واصل ۽ ناقصن جي ڳالھ فرق

شيخ نورانی زرہ آگہ کُند

با سُخن ہم نور رَا ہمرہ کُند

ترجمو: ”نوراني شيخ راھ حق کان آگاھ ڪندو آهي. سندس ڳالھ سان نور گڏ هوندو آهي.“

صاحبِ نور شيخ صحيح رهنمائي ڪندو آهي ۽ ان جي ڳالھ پُر تاثير هوندي آهي. انسان ڪي پاڻ صاحب نور بنجڻ گهرجي، تان تہ ڳالھ ۾ تاثير ٿئي ۽ نور ان جي ڳالھ لاءِ بمنزلہ حرف روميءَ جي هجي، جيڪو شعر جي آخر ۾ لازمي آهي ۽ ان حرف تي قافيي جو مدار هوندو آهي. ڳالھ ۾ نور اهڙي طرح پيوست ٿي ويندو آهي جهڙي طرح انگور جي شيري ۾ جنهن شيءِ ڪي وجهي جوش ڏنو وڃي تہ ان ۾ انگور جي شيري جو ذائقو پيدا ٿي ويندو آهي. جڏهن علم جو نور مربيٰ بنجي ويندو آهي تہ پوءِ ان علم جو اثر سرڪش قوم تي ٿي ويندو آهي. هاڻي نوراني شخص جيڪا ڳالھ ڪندو ان ۾ نور ۽ پاڪيزگي هوندي. ڪڪر ۽ آسمان جو پنهنجو ذاتي پاڻي آهي. ناري جو پاڻي پنهنجو نہ آهي آسمان جو آهي. فڪر ۽ خيال جو مثال نار جي پاڻيءَ جهڙو آهي ۽ وحي جو مثال ڪڪر جهڙو آهي. برسات جو پاڻي سوين فائدن جو سبب آهي، ناري جو پاڻي عام طور تي پاڙيسري سان جهڳڙي جو سبب بنجندو آهي. هاڻي گڏھ جو قصو ٻڌ، لومڙيءَ ان کي ڪهڙي طرح گمراھ ڪيو.

### گاھ جي حرص جي ڪري گڏھ جو لومڙيءَ جي هٿان مغلوب ٿيڻ

خردوسہ حملہ بروبہ سخت کَرد

چوں مقلّد بُد فریبِ اُوبخورَد

ترجمو: ”گڏھ لومڙيءَ تي ٻہ ٽي سخت حملا ڪيا پر جيئن تہ مقلّد هو ان ڪري دوڪو کائي ويو.“

گڏھ لومڙيءَ تي جوابي حملا ڪيا پر جيئن تہ مقلد هو، نيٺ پاڻ پسپا ٿيو ۽ پوئتي هٽي ويو. جيئن تہ گڏھ کي باطني نور حاصل ڪونہ هو. لومڙيءَ جو مڪر اُن تي غالب اچي ويو ۽ گڏھ جي حرص دليلن هوندي بہ کيس ذليل ڪري ڇڏيو.

### ڪدڙي ۽ لوطيءَ جو قصو

هن حڪايت ۾ هي ٻڌايو ويو آهي تہ مقلد جو دليل اهڙو آهي جهڙي ڪدڙي جي تلوار!

کوں دہی را لوطیے درخانہ بُرد

سرنگوں افگندش و دروے فشرد

جڏهن انسان ۾ بهادري نہ هجي تہ ان جي لاءِ خنجر ۽ مٽي واري لوهي جنگي ٽوپي بيڪار آهي. جيڪڏهن حضرت عليؓ جي ذوالفقار تلوار توکي ميراث ۾ ملي تہ ان مان ڪهڙو فائدو؟ تون شيرِ خدا جو بازو بہ آڻ، حضور ﷺ جي مشهور تلوار جو نالو ذوالفقار هو جيڪا حضرت عليؓ وٽ هئي. حضرت عليؓ جو لقب اسد الله آهي. جيڪڏهن ڪو حضرت مسيح عليه السلام وانگر دم ڪرڻ سکي وڃي جنهن سان مرده زنده ٿي ويندا هئا. پر هو حضرت مسيح عليه السلام وارا چپ ۽ ڏند ڪٿان آڻيندو؟ تون چندي مان ۽ نذرانن مان ٻيڙي ٺاهين ٿو پر حضرت نوح عليه السلام جهڙو ملاح ڪٿان آڻيندين؟ جيڪڏهن تو وٽ ڪو دليل آهي تہ آڻ. دليل اصل ۾ عمل آهي جيڪو دليل عمل کان مانع بنجي تہ اهو عذاب الاهي آهي. بي عمل انسان وعظ ڪري ٻين کي بهادر بنائيندو آهي خود بُزدلي ڏيکاريندو آهي. تون سيني کي توڪل جو درس ڏين ٿو ۽ پاڻ اهڙو لالچي آهين جو هوا ۾ مڇر کي چاقو هٽي اُن جو رت پيئڻ چاهين ٿو. ڪدڙو

مڙسيءَ کان محروم هوندو آهي، ڪدڙي جي ڏاڙهي هڪ مذاق آهي. راهِ سلوڪ جي ڪدڙي جو علاج هي آهي ته اهو الله جي دربار ۾ گريه ۽ زاري ڪري، عمل ۾ مردانگي جي دوا کائي. جڏهن سج بُرج حمل ۾ هوندو آهي ته اُن جا شعاع زمين تي تمام گرم پوندا آهن. مردانگي جي دوا ڪر، نامرد نه بڻج، تان ته سوين قسم جا حسين ٻار پيدا ٿين. معدي جي لڄ ڪي ڇڏي الله ڏانهن هل، مُجاهدا ڪر روزا رک تڏهن توکي قُربِ خداوندي مُيّسر ايندو. جيڪڏهن تون راهِ سلوڪ جو رستم بڻجڻ چاهين ٿو ته مُجاهدي جي خنجر سان نفس ڪُشي ڪر ورنه عورتن وانگر چادر ويڙهي گهر ۾ ويهي رهه. راهِ سلوڪ ۾ تڪلّف سان ئي اڳتي وڌ، پوءِ جذب شروع ٿيندو.

### لومڙي جو مڪر غالب اچڻ ۽ گڏهه کي شينهن ڏانهن نيئڻ

روبه اندر حیله پائی خود فشرد
ریش خر بگرفت و آں خر را بہ بُرد

ترجمو: "لومڙيءَ مڪاريءَ ۾ قدم رکيو. گڏهه کي ڏاڙهيءَ مان پڪڙي وٺي ويئي."

مولانا رومي سالڪ کي نصيحت ڪري ٿو ته فقط شيخ جي قول تي عمل ڪر ٻين ماڻهن جي چٽ پٽين ڳالهين کان شيخ جي ڳالهه بدرجها بهتر آهي. بادشاهي شراب ۾ مستي شيخ جي ڳالهين جي مستيءَ سان اچي ٿي. جيڪو شخص شيخ کان پري هوندو ۽ اُن شيخ جي ڳالهين جي مستي حاصل نه ڪئي هوندي اهو شراب جي مستيءَ سان محبت ڪندو. جيئن ته اهو شيخ جي ڳالهين جي مستيءَ کان محروم آهي انهيءَ ڪري ٻين جي ڳالهين تي ڌيان ڏئي ٿو. شيخ جو فيض سيني کي ڪوهِ طور بنائي ڇڏيندو آهي. شيخ پڙهو ڏياريو آهي. هن وقت شهر ۾ ڳُڙ سستو آهي. حضرت يوسف عليه السلام جي مناسبت سان قند مصري جو ذڪر ڪيو اٿس، جنهن مان روحاني اسرار مراد آهن. مصري اُن جو رخ اسان ڏانهن آهي (يعني روحاني شيخ ڏانهن) اي طوطا! گهنڊ جو آواز ٻڌ! سياٽي اسان جي شهر ۾ کنڊ سستي ٿي ويندي.

نون سالن جو سِرڪو مٺو ٿي ويندو يعني پراڻا بدڪار سنگ مَرمَرَ، لعل ۽ سونهري ٿي ويندا. مُرشد سج وانگر آسمان ۾ آواز ڪري رهيو آهي. عاشق رقص ڪري رهيا آهن. سالڪن جون نگاهون مخمور آهن شاخن تي گل ٽڙي رهيا آهن. حلاج فنا ڪانپوءِ بقابالله حاصل ڪري اناالحق جو نعرو هنيو هو. مشهور آهي ته زليخا حضرت يوسف عليه السلام جي دعا سان نوجوان ٻيهر ٿي وئي هئي، مطلب هي آهي ته روح جي ڪمزوريءَ ڪانپوءِ ان کي نوجواني حاصل ٿي وئي. مشهور آهي ته ڪاري داڻي جو دونهون نظرِ بد کي زائل ڪندو آهي. اهي احوال جيڪي ذڪر ڪيا ويا آهن خود تنهنجا آهن، تون انهن مان خوش رهه تان ته دنيا اصل مراد حاصل ڪري. جيڪڏهن لومڙي گڏهه کي هلاڪ ڪري رهي آهي ته ڪرڻ ڏي. تون گڏهه نه ٿيءُ، بي فڪر زنده رهه.

### گڏهن پڪڙڻ واري مهم کان ڊڄي ڀاڄ ڪي گهر ۾ بند ڪرڻ واري شخص جي حڪايت

هن حڪايت جو مقصد هي ٻڌائڻ آهي ته جيڪڏهن انسان انسان بڻجي وڃي ته پوءِ گڏهه پڪڙڻ وارن مان ڪيس ڪو خطرو نه آهي. جيستائين انسان گڏهه آهي اهو ڊوڪو کائيندو آهي.

آں یکے از ترس درخانہ گریخت
زرد رُو و لب کبود ورنگ ریخت

ترجمو: "هڪڙو شخص ڊپ مان گهر ۾ اچي لِڪو، چپ هيڊا ۽ رنگ بدليل هوس!"

گهر جي مالڪ ان کان پڇيو خير آهي تنهنجا هٿ ڏڪي رهيا آهن جيئن وڻ جا پن ڏڪندا آهن؟ اصل واقعو هي

هو ته شهر ۾ بيگار جي لاءِ گڏهه پڪڙي رهيا هئا. هڪ شخص ڊڄي ڪنهن گهر ۾ گهڙي ويو. گهر جي مالڪ چيو تون ڇو ڀڄي رهيو آهين؟ تنهنجو رنگ هيڊو ٿي ويو آهي. همراهه جواب ڏنو ته ظالم بادشاهه جي بيگر لاءِ ٻاهر گڏهه جهلي رهيا آهن. گهر واري چيو تون گڏهه ته ناهين. چو ڊڄين ٿو چيائين پڪڙڻ جي انتهائي ڪوشش ۾ انهن جي لاءِ گڏهه ۽ غير گڏهه جي تميز ختم ٿي وئي. جڏهن بي تميز سردار بنجي وڃن ته گڏهه جي بجاءِ اهي ماڻهو گڏهه واري کي به پڪڙي سگهن ٿا. اسان جي شهر جو بادشاهه خواهه مخواهه پڪڙڻ وارو نه آهي اهو تميز وارو آهي تون ماڻهو ٿي گڏهه ناهين. انسان کي عيسيٰ عليه السلام صفت هجڻ گهرجي خر عيسيٰ نه هجڻ گهرجي. توجهڙو حضرت عيسيٰ عليه السلام چوٿين آسمان تي آهي. اهڙي طرح ڪامل انسان جو مقام به چوٿون آسمان آهي. هدايت ڏيڻ ۽ وٺڻ جي لاءِ انسان کي دنيا ۾ موڪليو ويو آهي. طنبيلي ۾ هجڻ سان گڏهه هجڻ ضروري نه آهي. داروغو به طنبيلي ۾ آهي پر گڏهه نه آهي. اهڙي طرح اهل الله دنيا ۾ رهندي دنيادار نه آهن. گڏهه جي قصي کي ڇڏي عالم آخرت جي ڳالهه ڪر. هي سڀ جنت جون شيون آهن. ليمون، ڏاڙهون ۽ صوف جون ٽاريون شراب ۽ بي حساب معشوق يا اهو درياءَ جيڪو ڇوليون ڏئي رهيو آهي ان جا موتي اهو سڀ قدرت جا ڪارناما آهن. ان دنيا منجهان الله وارا پکين جي چهنب جيترو چڱندا آهن. سون ۽ چاندي جا آنا ڏيندا آهن. اهي الله وارا ماڻهن کي وڏيڪ نفعو ڏيندا آهن يا هن دنيا ۾ جيڪي باز آهن جيڪي ڇڪورن کي پاليندا آهن. ڪي پيٽ پرڪي پُٺن پر اُڏامندا آهن مطلب ته دنيا ۾ مختلف چاڙهيون آهن جيڪي درجه به درجه آسمان جي بلندي تائين پهچن ٿيون ۽ عروج جا مختلف رستا آهن. مشهور آهي ته الله تعاليٰ ڏانهن وڃڻ وارا رستا انسانن جي ساهه جي تعداد برابر آهن. هر گروهه جي ٻي چاڙهي آهي. هر رفتار لاءِ ٻيو آسمان آهي. هر سالڪ تي جيڪا تجلي آهي ٻيو ان کان بي خبر آهي. ايستائين جو طالب تي جيڪا تجلي ٿيندي آهي عارف ان کان بي خبر هوندو آهي. هر سالڪ جيئن ته ٻئي سالڪ جي تجلي کان بي خبر آهي انهيءَ ڪري هو ٻئي تي حيران ٿيندو آهي. قربِ الاهي ايتري قدر وسيع آهي جو ان ۾ هر طرح جا معارف ڦٽا آهن. هر وڻ جي ٽاري ۽ پن خدا جي تسبيح ۾ مصروف آهن. بلبلون ۽ سچا عاشق ٽارين جي چٽني پاسن کان چا ڪائي رهيا آهن ۽ چٽي رهيا آهن ته اسان کي ڏيو. هي، عالم غيب جو بيان نه ختم ٿيڻ وارو آهي.

**شينهن جو گڏهه تي ناڪام حملو ۽ لومڙيءَ کي ٻيهر گذارش**

*چونکه روباهش بسوئے مرج برد*

*تاکند شیرش بحملہ خرد مرد*

ترجمه: "لومڙيءَ اُن کي چراگاهه ڏانهن وٺي وئي تان ته شينهن ان کي چيري ڦاڙي."

گڏهه اڃا شينهن کان پري هو ته شينهن حملو ڪري ڏنو. شينهن خطرناڪ ٽِپ ڏنو. گڏهه ان کي ڏسي پوئتي موٽيو ۽ جبل تائين ڀڄي ويو. لومڙيءَ شينهن کي چيو اي اسانجا بادشاهه! تو حملي وقت صبر چو نه ڪيو، تان ته اهو گمراهه توکي ويجهو اچي ها ۽ تون ڪامياب ٿئين ها.

حديث شريف ۾ آهي ته جلدبازي شيطاني ڪم آهي ۽ آهستگي ۽ صبر خدا جي طرفان آهي. گڏهه پري هو، شينهن کي حملو ڪندي ڏٺائين ته ڀڄي ويو. تنهنجي ڪمزوري ظاهر ٿي. ۽ تنهنجي بيعزتي ٿي وئي. شينهن چيو مون سمجهيو هو ته منهنجي طاقت بحال آهي ۽ آئون پنهنجي ڪمزوي کان ناواقف هئس. شينهن چيو مون سمجهيو هو ته مون ۾ طاقت آهي ۽ منهنجا هٿ پير ڪمزور نه آهن. جلدي حملي جو ٻيو سبب هي هو ته بُک گهڻي لڳي هئي، بک ۾ عقل گُم ٿي ويو هو، تنهنجي عقلمنديءَ جي تقاضا آهي ته ان کي ٻيو دفعو وٺي اچ. تنهنجو مون تي وڏو احسان ۽ ڪرم ٿيندو جو هن کي ٻيو دفعو وٺي ايندينءَ. جيڪڏهن خدا مون کي گڏهه جي روزي ڏني ته آئون ڪائي طاقت وارو

ٿي ويندس. پوءِ گھڻو شڪار ڪري توکي بہ کارائيندس. لومڙيءَ چيو: جيڪڏھن خدا جي مدد شاملِ حال رهي تہ گڏھ جي دل تي اونداهي جي مُهر لڳي ويندي، پوءِ اڳئين حملي جو خوف وسري ويندس. پر جيڪڏھن ھن دفعي آئون ان کي وٺي اچان. تہ تون مٿس حملي لاءِ تڪڙ نہ ڪج. شينهن چيو هائو، مون تجربو ڪيو آهي، آئون سخت بيمار آهيان جسم ڪمزور ٿي ويو آهي. هن دفعي جڏهن اهو بلڪل ويجهو ايندو تہ پوءِ حملو ڪندس. لومڙي رواني ٿي. چوڻ لڳي تہ گڏھ جي عقل کي غفلت جو پردو اچي تہ پوءِ ڪيس وٺي اينديس. گڏھ خدا آڏو گهڻي توبھ ڪئي هوندي، تہ آئون هر نالائق جي ڏوکي ۾ نہ اچان، گڏھ جو عقل اسان جي مڪر جو رانديڪو آهي. ان جي سمجھ اسان جي ٻارن جي ڪيڏڻ جي نرم ڪمان آهي پر اسين ان جي توبھ کي ٽوڙينداسين. اسين عقل ۽ روشن عهد جا دشمن آهيون. گڏھ اسان جي ٻارن جو رانديڪو آهي ۽ اُن جو عَقل اسان جي مڪر جو رانديڪو آهي. اهو ئي حال شيطان ۽ عوام جو آهي. زُحل ستاري جي تاثير سان ٻار جي عقل ۾ ذهانت پيدا ٿيندي آهي پر زحل جو عطا ڪيل عقل، عقل ڪُل جي مقابلي ۾ گهٽ آهي. عوام جا عقل عطارد ۽ زحل ستارن جي تاثير سان آهن، شيطان جو عقل خداداد آهي.

هاڻي مولانا رومي رح لومڙيءَ جي زبان سان عقلِ ڪامل جون صفتون بيان فرمائي ٿو. قرآن پاڪ ۾ آهي، ”انسان کي اهو سيکاريائين جيڪو هو نہ ڄاڻندو هو.“ (العلق:5) ٻي جاءِ تي قرآن پاڪ ۾ مذڪوره آهي ”تون چئو تہ علم الله وٽ آهي.“ عقلِ ڪامل کي الله جي تربيت حاصل هوندي آهي انهيءَ ڪري اهو خداوندِ قدّوس جي ربوبيت جو اقرار ڪندو آهي. لومڙيءَ چيو جيڪڏهن اهو تجربو رکي ٿو تہ ان جي هوندي سوين تجربا ان جي مڪر سان ٽٽي ويندا. ٿي سگهي ٿو تہ اهو گڏھ پنهنجي توبھ ٽوڙي ۽ عهد شڪني جي بدبختي ۾ مبتلا ٿي وڃي.

**توبھ ۽ وعدي جي پڄڪڙيءَ جو نتيجو**

نقضِ ميثاق و شکستِ توبها
موجبِ لعنت شوَد دراِنتها

ترجمہ: ”وعدي جي پڄڪڙي ۽ توبھ جو ٽوڙڻ انجام ڪار لعنت جو سبب هوندو آهي.“

چنچر وارن جي توبھ ۽ عهد ٽوڙڻ مسخ ۽ هلاڪت جو سبب بنيو. اُمتِ محمّدي ۾ صوري مسخ ڪونہ ٿيندو باطني مسخ ٿيندو. جڏهن انسان جي دل باندر جي دل بڻجي وڃي تہ ان جو جسم باندر جي دل کان بہ وڌيڪ بدتر آهي. حُسن ۽ خوبي ۾ صورت کان وڌيڪ دل جو اعتبار هوندو آهي. اصحابِ ڪهف جي ڪُتي جي دِل پلي هئي، صورت جي بُرائيءَ جي ڪري ان تي ڪو عيب نہ آيو. جسماني مسخ ۾ هيءَ حِڪمت آهي تہ ماڻهو عبرت حاصل ڪن. باطني طور تي لڪين مسخ ٿيل آهن جيڪي عهد شڪني جي ڪري گڏھ سوئر بنيا آهن.

**ٻيگل گڏھ وٽ ٻيو دفعو لومڙيءَ جو اچڻ تان تہ ان کي ڏوکو ڏي.**

پس بيامدِ زود روبہ سوئ خر
گفت خراز چون تو ياری الحذر

ترجمو: ”وري تمام جلد لومڙي گڏھ وٽ آئي. گڏھ کي چيائين تو جهڙي جي دوستي کان پناهہ آهي.“

جڏهن لومڙي ٻيو دفعو گڏھ وٽ آئي تڏهن ان کان پناهہ ورتائين. گڏھ لومڙيءَ کي چيو اي بزدل! مون تنهنجو ڇا بگاڙيو هو جو تون مون کي شينهن وٽ وٺي وئينءَ. شينهن تہ اَرڙ نانگ آهي. گڏھ لومڙيءَ کي چيو تون منهنجي جان جي دشمن آهين باطني خباثت جي ڪري مون سان ٺهين نہ ٿي.

وڃون بغير ڪنهن سبب جي اندر جي پليتي سبب ڏنگ هڻندو آهي. شيطان بہ انسان کي بغير ڪنهن سبب

هلاڪ ڪندو آهي. شيطان کي انسان سان طبعي دشمني آهي، انهيءَ ڪري اهو هر ماڻهوءَ جي پويان آهي. شيطان جي ذاتي دشمني بغير ڪنهن سبب جي ان کي انسان تي ظلم ڪرڻ تي آماده ڪندي آهي. شيطان انسان کي سُئي جاءِ تي سڌي ڪري کوهه ۾ ڌِڪو ڏيندو آهي. شاندار ماڻهو کي شور ۽ شَرَ ۾ مبتلا ڪندو آهي يا لالچ ڏيئي انسان کي تباهه ڪندو آهي. انسان جي ڪا خطا نه آهي نه انسان شيطان جو ڪجهه بگاڙيو آهي. لومڙيءَ گڏهه کي چيو توکي جيڪو شينهن نظر آيو اهو ڪو حقيقت ۾ شينهن ڪونه هو پر هڪ جادوئي طلسم هو (اهو وهمي خيال جيڪو عجيب شڪل ۾ نظر اچڻ لڳي) اها پيانڪ تصوير جيڪا ڪنهن دفيني وغيره تي بنائي ويندي آهي. جيڪڏهن حقيقي شينهن هجي ها ته آئون جيڪو توکان به ڪمزور جسم واري آهيان اُتي ڪيئن بچي سگهان ها؟ جادوئي طلسم بنائڻ جو سبب هي آهي ته هر پيئوڙي اُتي نه پهچي سگهي. ڏڪڻ ۽ هاٿين جهڙا بکيا اُتي ڦرن ٿا جيڪڏهن طلسم نه هجي ته اهي چراگاهه کي پيلي وجن ها. مون اڳ ۾ ئي توکي ان طلسم جي حقيقت ٻڌائي ٿي پر مون کان ڳالهه وسري ويئي چاڪاڻ ته آئون تنهنجي غم ۾ هُيس انهيءَ ڪري طلسم جي حقيقت ٻڌائڻ وسري ويئي. مون توکي جَلَندر جي بيماريءَ ۾ بي سرو سامان ڏٺو انهيءَ ڪري مون ڊوڙ ڪئي ته تنهنجي لاءِ غذا جو بندوبست ڪريان. مون کي اهو ٻڌائڻو هو ته اهو طلسم خيالي شيءِ آهي ڪو حقيقي شينهن نه آهي.

**گڏهه جو لومڙيءَ کي جواب ڏيڻ**

*گفت رَو رَو ہیں ز پیشم ای عَدُو*
*تانہ بینم رُوے تو اے زشت رُو*

ترجمه: "اُن چيو ته اي دُشمن! منهنجي اڳيان پري ٿيءُ. اي بدصورت! پري ٿيءُ ته آئون تنهنجو مُنهن نه ڏسان."

گڏهه لومڙيءَ کي چيو ته آئون تنهنجي بُري صورت ڏسڻ نٿو چاهيان. منهنجي اڳيان ٽري وڃ، توکي خدا بدبخت بنايو آهي ۽ تنهنجي چهري کي به بي شرم ۽ سخت بنايو آهي. تون ڪهڙي مُنهن سان منهنجي اڳيان اچي رهي آهين. تون بي حيائي ۾ گينڊي کان به وڌيڪ آهين. تون منهنجي جان جي پويان آهين. گڏهه لومڙيءَ کي چيو ته تو مون کي ملڪ الموت جي اڳيان وجي بيهاريو. تون مڪّار آهين جيتوڻيڪ آئون جانور ۽ گڏهه آهيان پر هلاڪ ٿيڻ ڪيئن پسند ڪري سگهان ٿو. مون ايترو ڊپ ڏٺو آهي، جيڪڏهن ٻار ڏسي ته مصيبت جي ڪري پوڙهو ٿي وڃي. ان شينهن جي ڊپ کان مون پنهنجو پاڻ کي جبل تان اونڌو ڪيرايو. شينهن جي ڊپ جي ڪري منهنجا پير ڪم نه ڪري رهيا هئا. ان وقت مون خدا سان وعدو ڪيو هو ته جيڪڏهن منهنجا پير کُلن ته وري ڪنهن جي ورغلائڻ ۾ ڪونه ايندس. اُن وعدي ۽ دعا جي برڪت سان منهنجا پير کُلي ويا ۽ آئون بچي ويس ۽ پڇي ويس، ورنه شينهن مون کي ماري ڇڏي ها. پوءِ ظاهر آهي ته شينهن جي چنبي ۾ منهنجو ڪهڙو حال هجي ها! هاڻي مڪر ڪرڻ جي لاءِ توکي وري بيو دفعو شينهن موڪليو آهي. شرير ساٿيءَ کان نانگ ڀلو آهي. نانگ ته خالي ماريندو پر بُرو ساٿي جهنم ۾ پُهچائيندو آهي. ساٿيءَ جي طبيعت انسان ۾ مخفي طور تي اثر ڪري ويندي آهي. جڏهن بُري ساٿيءَ جو پاڇو پوندو آهي ته اهو سڄو سرمايو چورائي وٺندو آهي، چاهي انسان ڪيترو به عقل مند ڇونه هجي پر بُري دوست جي صحبت اُن کي انڌو ڪري ڇڏيندي آهي. دنيا ۾ بُري ياريءَ کان وڌيڪ ڪا بُري شيءَ نه آهي. هاڻي ته تنهنجي مقابلي جي ڪري ان ٻاري ۾ مون کي عين اليقين جو مرتبو حاصل ٿي ويو آهي.

**لومڙيءَ جو گڏهه کي جواب ڏيڻ**

*گفت روبہ صافِ مارا دُرد نیست*
*لیک تخئیلاتِ وہمی خُرد نیست*

ترجمو: "لومڙيءَ چيو تہ اسان جي شراب ۾ ڪو سٽپ نہ آهي پر وهمي خيال بہ ڪا ننڍي شيءِ تہ نہ آهي."

لومڙيءَ چيو: منهنجي شراب ۾ ڪو سٽپ نہ آهي يعني آئون صاف ۽ خطا کان آجي آهيان. پر وهم بہ ڪا معمولي شيءِ نہ آهي. اهو صحيح ڳالھ کي غلط ڏيکاريندو آهي ورنہ مون ۾ ڪا کوٽ نہ آهي. وهم جي بنياد تي دوستن سان بدظني مناسب نہ آهي. مخلصن جي باري ۾ بهتر خيال رکڻ گهرجي چاهي بظاهر انهن کان غلطي بہ سرزد ٿي وڃي. بدگماني جي ڪري گهڻيون دوستيون ٽُٽي وينديون آهن. دوست آزمائش جي لاءِ ڪجھ زيادتيون ڪندو آهي پر عقلمندي اها ٿي آهي تہ ان سان بدگماني نہ ڪئي وڃي، منهنجي مقدر جي ان غلطي کي معاف ڪيو وڃي. خاص طور تي آئون بُري قسم جي بدفطرت نہ آهيان، جيڪي تون ڏٺو اهو بُرو ڪونہ هو، طلسم هو. وهم ۽ خيال مسافر جي لاءِ مانع بنبا آهن. انهن وهمي خيالن کان حضرت ابراهيم عليه السلام کي تڪليف پهتي هئي ۽ هُن وهم جي بنياد تي ستاري کي چيو هو تہ "هي منهنجو خدا آهي" ۽ پوءِ ان غلطي جو احساس ڪري ان کان رجوع ڪيائين.

مولانا رومي، حضرت ابراهيم عليه السلام جي هن قول تہ "هي منهنجو خدا آهي" جي بنياد تي ان کي وهم قرار ڏنو، هين مُفسرن وٽ سندن اهو قول قوم کي انهن جي غلطي جو احساس ڏيارڻ جي لاءِ هو، وهم جي بنياد تي عقيدي جو اظهار نہ هو. حضرت ابراهيم عليه السلام حالانڪ نبي هو پر وهم ۾ مبتلا ٿي ويو ۽ چنڊ کي پنهنجو خدا چيائين! تون بيوقوف آهين! گڏھ وهم جي بنياد تي ڇا ڪجھ نٿو چوين. جبلن جيڏا عقل وهم جي سمنڊن ۽ خيالن جي ڪُن ۾ ٻڏي ويا. ڏس وهم جميل عقل کي ڇا ڪري ڇڏيو. حضرت ابراهيم عليه السلام جو عقل پنهنجي جاءِ تي قائم هو پر وهم غلطي ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. حديث شريف ۾ آهي تہ حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو، منهنجي اهل بيت جو مثال حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙيءَ جهڙو آهي جيڪو ان سان وابستہ ٿيو اهو نجات حاصل ڪندو.

هڪ ٻي حديث ۾ اهل بيت بجاءِ سنت جو لفظ آيو آهي. اُمت جا ٻاهتر فرقا ان وهم جي بنياد تي بنجي ويندا. حديث شريفَ ۾ آهي تہ منهنجي اُمت ٻاهتر فرقن ۾ ورهائجي ويندي جن مان هڪڙو ڇوٽڪارو ماڻيندو، اهو فرقو اهو هوندو جيڪو منهنجي ۽ اصحابن جي سنت تي عمل ڪندو. باقي ايڪهتر جهنمي ٿيندا. اڳ ۾ هڪ قصو گذريو آهي جنهن ۾ بيان ڪيو ويو هو تہ هڪ صاحب جي پرونءَ جو وار مُڙيل هو ۽ اهو ان جي اک جي اڳيان اچي ويو. اهو همراھ چنڊ ڏسڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو تہ ان پرونءَ جي وار کي چنڊ سمجهيائين ۽ چوڻ لڳو تہ چنڊ نظر اچي ويو، جنهن جي تصحيح حضرت عمرؓ ڪئي ۽ جڏهن اُهو مُڙيل وار هٽايو ويو تہ چنڊ غائب ٿي ويو. دنيا جي هين واقعن کان قطع نظر فرعون کي ڏسو. هُن وهم جي بنياد تي ڪهڙي دعويٰ ڪئي! اهو ديوث جنهن جي زال زانياڻي آهي پر پنهنجي زال کي زانياڻي نٿو سمجهي ۽ جيڪڏهن سمجهي بہ ٿو تہ پنهنجو پاڻ کي ديوث نٿو سمجهي. اها سڀ وهم جي ڪارَ فرمائي آهي.

انسان جي لاءِ پنهنجي وهم جو علاج بہ مشڪل آهي تہ ٻين جي وهم جو ڪهڙو علاج ڪري سگهي ٿو. جڏهن انسان خود خوديءَ ۾ مبتلا آهي تہ ٻئي جي خودي جو علاج نٿو ڪري سگهي. جيڪو انسان خوديءَ ۾ مبتلا آهي اهو تہ خود پنهنجو عاشق آهي، ان کي فنا جو مقام حاصل نٿو ٿي سگهي. اهڙي ڪامل هادي جي ڳولا ڪرڻ ضروري آهي جيڪو انانيت ۽ خودي ختم ڪري چڪو هجي. پوءِ ان جي اطاعت ضروري آهي. جيڪو شخص خودي فنا ڪري ڇڏي ۽ ان ۾ پنهنجي خودي نہ آهي، ان ۾ مخلوقِ خدا جي خودي آهي ۽ اهو جملي خلق الله جو دوست آهي. جڏهن انسان جي دل ۾ خود پنهنجو نقش نہ آهي تہ ان جي دل جي قدر قيمت آهي. ان ۾ ٻين جون تصويرون نمايان ٿي سگهن ٿيون.

**شيخ محمد سررزي غزنوي رحمة الله عليه جي ڳالھ**

زاهدے در غزنی از دانش مزی
بُد محمدؒ نام و کنیت سَررزی

ترجمو: ”غزنيءَ جي شهر ۾ هڪ زاهد عقل پرورده جو نالو محمد ۽ ڪنيت سر رزي هئي.“

جيئن ته پهريان اهڙي شيخ جي ضرورت جو اظهار ڪيو هئائين جنهن ۾ خودي ۽ انانيت نه هجي. ان جي مناسبت سان شيخ محمد غزنوي جو ذڪر ڪري ٿو جيڪو ان صفت سان موصوف هو. شيخ انگور جي گونچ سان روزو کوليندو هو، انهيءَ ڪري سندس لقب سررزي پئجي ويو هو. غزنيءَ ۾ رهڻ وارو هو انهيءَ ڪري غزنوي سڏجي ٿو. غزني اهو شهر آهي جنهن ۾ سلطان محمود غزنوي پيدا ٿيو. شيخ محمد گهڻا عجائب ڏٺا هئا پر هن جو مقصد وصول الي الله هو. هن جو مقصد عجائب ڏسڻ ڪونه هو پر ديدارِ خداوندي هو. خدا جي ديدار ڪانسواءِ ان جي زندگيءَ کان دل ڀرجي وئي هئي ۽ زنده رهڻ نٿي گهريائين. ديدارِ جمال جي درخواست تي ڪيس جواب مليو: اجان تو کي اهو مقام حاصل نه آهي جنهن ۾ ديدار ڪري سگهين، جيڪڏهن جبل تان پاڻ کي ڪيرائي هلاڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندين ته تو کي مرڻ نه ڏنو ويندو ۽ تنهنجو بدن ڀڄندو به ڪونه! پوءِ شيخ جبل تان ٽپُ ڏيڻ لڳو ۽ پاڻي ۾ وڃي ڪِريو. پاڻيءَ ۾ اونڌي مُنهن ڪِريو پر نه مُرئو ۽ پنهنجي موت جي فراق تي روئڻ لڳو. جيئن ته زندگي کان سندس دل ڀرجي چڪي هئي ۽ اونڌي ڪرڻ سان به نه مُئو ته روئڻ لڳو. ماڻهن کي زندگي عزيز آهي، هُن لاءِ ڳالهه اُبتي ٿي وئي. هن کي پنهنجو موت پيارو هو. هي درويش موت جي تمنّا ڪري رهيو هو، انهيءَ ڪري هن کي يقين هو ته موت کان پوءِ جمال جو ديدار ٿيندو. هو مطمئن هو ته جان وئي ته خير آهي پر ديدار ته ٿي ويندو، جيئن حضرت علي رضي الله عنه تعالىٰ عنه جي لاءِ دنيا جا اسباب دنيا جي لذتن کان وڌيڪ پيارا هئا. جيئن ته خدا ڪيس ان مرتبي تي پهچائڻ ٿي گهريو جنهن ۾ جمال جو ديدار هجي. غيبي آواز آيو جنهن ۾ هن کي هدايت ڪئي وئي ته هو شهر ۾ وڃي ۽ گودڙي پائي الله جي نالي پِني. بزرگ سوال ڪيو ته شهر ۾ وڃي ڇا ڪريان؟ جواب مليو ته پنهنجو پاڻ کي عباس دبس وانگر بناءِ. عباس دبس هڪ پنڻ وارو هو جيڪو ڪئين حيلا ڪري گداگري ڪندو هو. ڪڏهن محفل کي روئاريندو هو ڪڏهن کلائيندو هو ۽ مختلف طريقن سان پنندو هو. ”جامع الحكايات“ ۾ عباس جا قصا ذڪر ڪيل آهن. ڪن ماڻهن ان گداگر جو نالو عباس دبس رکيو آهي ۽ چيو آهي ته اهو دوس قبيلي مان هو. هن بزرگ عرض ڪيو ته ان حڪم کي بجاءِ آڻيندس. هن بزرگ ۽ الله تعالىٰ وچ ۾ اهي ڳالهيون ٿيون جن سان آسمان ۽ زمين منور ٿي ويا. ڪتاب ”مقالات“ ۾ شيخ محمد جا قصا ذڪر ڪيل آهن. ڪن ماڻهن اهو ڪتاب مولانا رومي جي تصنيف ڄاڻايو آهي.

هر کرا جاں عزِ لبیک ست
نامہ بر نامہ پیک بر پیک ست

ترجمو: ”جنهن شخص جي جان لبيڪ جي عزت سان (وابسته) آهي. ان جي لاءِ خط تي خط ۽ قاصد تي قاصد آهي.“

هن غيبي اشاري ڪانپوءِ شيخ محمد غزنيءَ ۾ پهتو. ماڻهن سندس استقبال لاءِ شهر کي سينگاريو پر هو اطلاع ڪانسواءِ هڪ ڳجهي رستي سان شهر ۾ داخل ٿي ويو ۽ پنهنجي لاءِ ان اعزاز کي پسند نه ڪيائين. مخفي طريقي سان غزني ۾ پهچڻ ڪانپوءِ هُن ماڻهن کي چيو آئون غزني ۾ وڏائي لاءِ نه آيو آهيان، آئون ته پنهنجو پاڻ کي ذليل ڪرڻ ۽ پنڻ لاءِ آيو آهيان. پنڻ وارو ڪِستو هٿ ۾ ڪٽي بازار ۾ ڦِرندس. پنندس به عام فقيرن وانگر تان ته چڱي طرح ذليل ٿيان ۽ ماڻهن کان گهٽ وڌ ڳالهيون ٻُڌان. جڏهن خدا لالچ ۽ طمع جو حڪم ڏي ته پوءِ قناعت ذِلت آهي ۽ ذلتن ۾ عزت آهي. جڏهن خدا ڪنهن کان ذلت جو طالب هجي ته طالبِ خدا عزت کي پسند نه ڪندو آهي. آئون عباس دبس وانگر پِننو بنبس. فقيرن جي صدا هوندي آهي جيڪڏهن توفيق اٿوَ ته خدا ڪارڻ ڏيو. شيخ جو مقام عرش ۽ ڪرسيءَ کان بلند هو پر هُن پنڻ وارو طريقو اختيار ڪيو، انبيائين جو به طريقي ڪار اهو ئي آهي، جو باوجود هر قسم دولت جي مُفلس مخلوق کان گهرندا هئا. نبي چوندا آهن ته خدا کي قرض ڏيو ۽ الله جي مدد حاصل ڪريو. حالانڪ مخلوق خود

قرض ۽ مدد جي محتاج آهي.

شيخ دربدر ڦرندو رهيو حالانڪ ان جي لاءِ آسمان جا سوين دروازا کليل هئا. شيخ جو اهو پنڻ پنهنجي لاءِ نہ هو، خدا جي حڪم مطابق هو ۽ جيڪڏهن هو پنهنجي لاءِ ڪري ها تہ ان مقام تي پهچي چڪو هو جو هُن جو ڪائڻ پيئڻ هُن لاءِ نور پيئڻ هو ۽ ان جي لاءِ دنيا جون لذتون ٻين سالڪن جي مجاهدن کان بهتر هيون. اهڙا بزرگ ڪاڏو ڪائيندا آهن تہ اهو نور بنجي ويندو آهي. بزرگ جي لاءِ دنيا جون لذتون بہ ٻين جي لاءِ فائدي جو سبب بنجنديون آهن، جهڙي طرح باه ميڻ بتي کي کائيندي آهي تہ ٻين کي روشني حاصل ٿيندي آهي. جن جون غذائون محض بدني آهن انهن جي لاءِ قرآن جو حڪم آهي: كُلُوْا وَاشْرَبُوْا وَلَا تُسْرِفُوْا ۚ (الاعراف:31) (کائو ۽ پيو پر حد نہ اورانگهيو) پر جن جي غذا نور بڻبي آهي انهن کي اِكْتَفُوْا يعني ڪفايت ڪريو جو حڪم نہ آهي. اهي جيڪو چاهين ۽ جيتريقدر چاهين پلي ڪائين. عام انسان جو گلو ۽ نڙي آزمائش جو سبب آهي. شيخ جو ڪائڻ پيئڻ خداوندي حڪم آهي، حرص ۽ لالچ تي مبني نہ آهي. جيڪڏهن ڪيميا ٽامي کي کائي تہ ان ۾ ٽامي جو فائدو آهي. شيخ جيڪو پني رهيو هو، ان ۾ خدائي حڪمتون لِڪل هيون. خدا شيخ جي اڳيان سڄي زمين جا خزانا پيش ڪيا هئا پر شيخ عرض ڪيو هو تہ جيڪڏهن زر جو طالب بنجان تہ عاشق نہ فاسق آهيان. جيڪڏهن ڪو جنت جي شوق ۽ دوزخ جي ڊپ کان عبادت ڪري ٿو تہ اهو مومن تہ آهي پر عاشق نہ آهي ڇاڪاڻ تہ جنت ۽ دوزخ جو تعلق بدن سان آهي. جنهن عاشق خدا جي عشق جي روزي ڪاڌي آهي ان جي لاءِ بدن هيچ ٿي ويندو آهي. جنت دوزخ جو تعلق بدن سان آهي، ان ڪري هو نہ جنت تمنا ڪندو آهي نہ ان کان دوزخ جو خوف عبادت ڪرائيندو آهي. شيخ جو بدن تہ هو پر ان ۾ جسماني صفتون نہ هيون. عشق مزوري نٿو چاهي. جنت ۽ دوزخ عبادت جي مزوري آهي. جهڙي طرح جبرئيلؑ امين کان چوري جو تصور نٿو ٿي سگهي، اهڙي طرح عاشق کان مزوري جي خواهش جو تصور غلط آهي. خدا جو عاشق تہ وڏي ڳالھ آهي، ليليٰ جي عاشق جي لاءِ دنيا جي بادشاهي هيچ هئي. مجنون وٽ سون ۽ مٽي ۾ فرق نہ هو، نہ ان کي جان جو خطرو هو. مجنون جهنگ ۾ ڦرندو هو ۽ چئني پاسان درنداه جانور هوندا هئا. مجنون ۾ حيواني صفتون ختم ٿي ويون هيون ۽ ملڪوتيت پيدا ٿي وئي هئي. ان جو گوشت ۽ کَلَ عشق سان زهرناڪ ٿي ويا هئا. عشق عقل جي لاءِ مٿائي آهي ۽ جانورن جي لاءِ زهر هوندو آهي. ڇاڪاڻ تہ نيڪ بد جو ضد هوندو آهي. عاشق جو گوشت عشق جي ڪري زهريلو ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن جانور ان کي کائي تہ مري ويندو آهي. هر شيءِ جي خوراڪ آهي، هئي جهان ان جي لاءِ هڪ داڻو آهن. داڻو پکيءَ کي نٿو کائي پر پکي داڻي کي کائيندو آهي. گهوڙو آهوري جو گاھ کائيندو آهي. آهورو گهوڙي کي نہ کائيندو آهي، عبادت ڪسبي شيءِ آهي عمل ۾ اچي سگهي ٿي. عشق محض عطاءِ خداوندي آهي عبادت گذار آزادي چاهيندو آهي عاشق گرفتاري چاهيندو آهي. عبادت گذار انعام گهُرندو آهي عاشق ديدار جو طالب آهي.

عشق جي حقيقت ناقابلِ بيان آهي اهو دريا ناپيدا ڪنار آهي. سمنڊ جا ڦُڙا ڳڻڻ ناممُڪن آهي. درياءِ عشق تہ اهو درياءِ آهي جو ان جي مقابلي ۾ دنيا جا ست سمنڊ هڪ ننڍو سمنڊ آهن تہ ان جون ڳالهيون ڪيئن بيان ٿي سگهن ٿيون.

**لَوْلَاكَ لَمَا خَلَقْتُ الْاَفْلَاكَ... جيڪڏهن توهان نہ هجو تہ آئون آسمانن کي پيدا نہ ڪريان ها"، جي معنيٰ**

شد چنین شیخ گدائے کوبکو

عشق آمد لااُبالی اِتَّقُوْا

ترجمو: "اهڙا شيخ در در جا پينو بنجي ويا. عشق لاپرواھ آهي، بچو."

ايتري قدر جو بزرگ شيخ ۽ عشق کان گداگري ڪرائي رهيو آهي. عشق لاأُبالي آهي جيڪي چاهي ڪرائي، اُن کان ڊڄندا رهو. عشق جا ڪارناما هي آهن ته اهو سمنڊ کي ديڳ وانگر اُٻاري ٿو. جبل کي واريءَ وانگر پيهي ٿو. عشق آسمان ۾ سوراخ ڪري ڇڏيندو آهي ۽ زمين کي ڏڪائي ڇڏيندو آهي. عشق جي عظمت هي به آهي ته اهو حضورﷺ کي لڳو ته خدا اُن جي باري ۾ فرمايو ته جيڪڏهن تون نه هجين ها ته آئون آسمانن کي پيدا ڪونه ڪريان ها. ٻين انبيائن ۾ به عشق هو پر حضورﷺ ۾ بدرجه اتم هو. آسمان جي بُلندي عشق جي بُلندي کي سمجهائڻ جي لاءِ آهي. آسمان جي بلنديءَ ۾ اصل نفعو اهو ئي آهي. نفعي جو مثال آني وارو ۽ اُن جي نفعي جو مثال چوزي (ٻچي) وارو آهي. چوزو اصل آهي. زمين ۽ مِٽي پيدا ڪرڻ جو نفعو هيءُ آهي ته عاشقن جي ذلت کي ان مان سمجهو. زمين سُڪل هونديآهي، پوءِ اُن ۾ سبزي پيدا ٿيندي آهي، اُن مان عاشقن جي تبديليءَ کي سمجهو. جبلن جو ڄمي ويهڻ عاشقن جي ڄمي ويهڻ کي سمجهائڻ جي لاءِ آهي. عشق هڪ معنوي شيءِ آهي ۽ ان جي صفتن جي انهن شين سان تشبيهه محض سمجهائڻ جي لاءِ آهي. انسان جي ڪاوڙ هڪ معنوي شيءِ آهي پر اُن کي ڪنڌي يا باهه سان تشبيهه ڏني ويندي آهي. سخت دل کي پٿر سان تشبيهه ڏني ويندي آهي. جيڪڏهن مُشبه به (جنهن سان تشبيهه ڏنل آهي) سان مُشبه (تشبيهه ڏنل) پورو سمجهه ۾ نه اچي ته اهو تشبيهه جو نقصان آهي، ان ۾ مشبهَ جو انڪار نه ڪرڻ گهرجي.

**هڪ الله واري جو چار ڀيرا امير جي در تي وڃي صدا هڻڻ**

شیخ روزے چار کرّت چوں فقیر
بہر گدیہ رفت دَر قصرِ امیر

ترجمو: "شيخ هڪڙي ڏينهن ۾ چار دفعا پنڻ جي لاءِ امير جي محل ۾ ويو."

۽ شيخ جي هٿ ۾ پنڻ وارو ڪستو هو ۽ "الله جي لاءِ ڏيو" جي صدا لڳائي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو ته الله تعاليٰ هڪ عدد ماني گهري ٿو. هي عجيب اُبتا معاملا آهن. خدا خود غني ۽ شيخ مُستغني ۽ مخلوق محتاج پر الله جو حڪم ٿيو ته شيخ انهن محتاجن کان ماني وٺي. امير چيو ته مون کي بخيل نه چئو، مون کي مجبوراً اهي ڳالهيون چوڻيون پئجي رهيون آهن. اُن امير شيخ کي چيو: ڪميڻا! ماني جي لاءِ ايتري قدر ڊوڙ ڊُڪ ڇو ٿو ڪرين، ايتري مُنهن جي پڪائي جو ڏينهن ۾ چار دفعا اچين ٿو. هِتي تنهنجو ڪو نوڪر وينو آهي جيڪو بار بار تنهنجي خدمت ڪري! مون تو جهڙو ڪو بُرو فقير ڪونه ڏٺو آهي تو فقيرن جي عزت ۽ آبرو برباد ڪري ڇڏي آهي. درويش جواب ڏنو ته اي امير! آئون حڪم جو غلام آهيان، تون چُپ رهه. منهنجي باهه جي توکي خبر نه آهي. ايتري قدر ڪاوڙ نه ڪر! آئون خدا جي حُڪم سان پنندو آهيان. منهنجي دل ۾ عشق جي باهه لڳل آهي، جيڪڏهن آئون پاڻ ۾ مانيءَ جو حرصِ ڏسان ته پنهنجو پيٽ ڦاڙي ڇڏيان. مون ست سال جهنگ ۾ انگورن جي پنن تي گذارو ڪيو آهي، ساون پنن کائڻ سان بدن جو رنگ سائو ٿي ويو آهي ۽ تن ۾ تازگي اچي وئي آهي. جيستائين تون ماٺهو جي پردي ۾ آهين عاشقن کي سرسري نظر سان نه ڏس. ذهين ماٺهو جيڪي وار جي کل لاهيندا آهن اُنهن گهڻا دنياوي علم حاصل ڪيا پر انهن کي عشِق جو علم حاصل نه ٿي سگهيو. شُعبده، جادو ۽ فلسفہ جو عِلم جيتوڻيڪ انسان پوري طرح ڄاڻي نه سگهيو پر پنهنجي طاقت مطابق انهن کي ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪيائين. عشق انهن جي اکين کان پوشيده رهيو. حيرت هي آهي ته اهي ماٺهو باريڪ بين هئا پر اُنهن کي عشق نظر نه آيو. ان ڳالهه کي ڇڏ، منهنجي نصيحت مڃ، تون عاشقن کي عشق جي نظر سان ڏس. شيخ، امير کي چيو آئون پنهنجي عشق جي پوري ڪيفيت بيان نٿو ڪري سگهان. بس ايترو سمجهه ته اهو پنڻ وارو ڪم مون کان عشق ڪرائي رهيو آهي، تو پنهنجي عيش ۽ عشرت جي زندگي جي ڪري مون تي بدگماني ڪئي آهي، توکي ان ۾ احتياط ڪرڻ گهرجي.

### بزرگ جي سچائي ڏسي امير جو روئي پوڻ ۽ سمورو خزانو پيش ڪرڻ

*ايں بگفت و گريه درشد هائے هائے*

*اَشک غلطان بر رُخِ اُو جائے جائے*

ترجمو: ”اهو فرياد ۽ هاءِ هاءِ ڪري روئڻ لڳو، هن جي چهري تان زارو قطار لُڙڪ وهي رهيا هئا.“

شيخ امير کي نصيحت ڪئي ۽ پوءِ زار و زار روئڻ لڳو. عشق هر وقت عجيب رنگ رچائيندو آهي اُن جي سچائي امير تي اثر ڪيو. عاشقن جي سچائي غير جانبدار کي به متاثر ڪندي آهي امير ته وري به جانبدار هو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي سچائي لٺ ۽ جبل کي متاثر ڪيو. لٺ اَرَڙ نانگ ٿي. طور جبل ۾ زلزلو اچي ويو ۽ نيل درياءَ رستو ڏنو ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جي سچائي سان شقّ القمر جو واقعو ٿيو ۽ لٺل سج واپس آيو. هاڻي شيخ به روئي رهيو هو ۽ امير به روئي رهيو هو. جڏهن گهڻي دير تائين ٻئي روئي چُڪا تڏهن امير شيخ کي چيو ته جيتوڻيڪ توهان منهنجي خزاني مان سؤ سيڪڙي ڪان به وڌيڪ جا حقدار آهيو پر بهرحال منهنجو خزانو حاضر آهي ان مان جيڪو چاهيو ڪٽي سگهو ٿا. امير چيو ته منهنجي گهر کي پنهنجو، گهر سمجهو جيڪي چاهيو سو ڪٽو توهان جي لاءِ ٻئي جهان حقير آهن. شيخ فرمايو ته مون کي خدا جو اهو حڪم نه آهي ته آئون پنهنجي هٿ سان پاڻ ڪٽان. اها بيهوده ڳالهه آئون پنهنجي طرفان نٿو ڪري سگهان جو آئون دوستيءَ ۾ دخل ڏيان. شيخ اهو بهانو ڪيو. ڇاڪاڻ ته شيخ کي اصل ڪٽڻو ڪونه هو ڇو ته هاڻي امير جي عطاءِ خدا جي لاءِ نه هئي پر شيخ جي عظمت جي ڪري هئي. شيخ اها شطرنج واري چال هليو جنهن سان مخالف مات ڪائي ويو. امير جيتوڻيڪ پنهنجي قول ۾ سچو هو پر شيخ ان سچائيءَ کي پسند نه ڪيو ڇاڪاڻ ته ان ۾ غيرالله جي بوءِ هئي. شيخ چيو ته اسين خدائي حُڪم سان پنون ٿا ورنه اسين مال کان بي نياز آهيون.

### ٻن سالن ڪانپوءِ شيخ محمد کي نئون حڪم

ٻه سال پنڻ ڪانپوءِ شيخ کي حڪم ٿيو ته هن وقت تائين تو پِني ۽ فقيرن کي ڏنو آهي، هاڻي پنڻ کان سواءِ فقيرن کي ڏي. ٻوريءَ هيٺان هٿ وجهي ڪڍي ونندو وڃ. ڪن حديثن مان معلوم ٿئي ٿو ته حضور صلي الله عليه وسلم جن حضرت ابوهريرة رضي الله عنه کي ڪجور جو هڪ ٿيلهو عنايت فرمايو هو. ابوهريرة رضي الله عنه ان مان بي حساب ڪائيندو ۽ خرچ ڪندو هو. اهو ٿيلهو حضرت عثمان غني رضي الله عنه جي شهادت واري حادثي ۾ ابوهريرة رضي الله عنه کان گم ٿي ويو. عالمِ اسباب کان علاوه هڪ ٻيو جهان آهي جتي شين جو وجود بغير ڪنهن سبب جي ٿيندو آهي ۽ اُن جو ظهور هِن جهان ۾ ٿيندو آهي. معجزن جو تعلق اُن جهان سان آهي ۽ هن جهان ۾ به ان جو ظهورِ ٿيندو آهي.

*تا دو سال ايں کار کرد آں مردِ کار*

*بعد ازاں امر آمدش از کردگار*

ترجمو: ”پورهيت ٻن سالن تائين اهو ڪم ڪيو، ان ڪانپوءِ کيس خدا جو حڪم پُهتو.“

ٻن سالن تائين شيخ محمد سررزيءَ جو اهو طريقه ڪار رهيو جو پنندو هو ۽ اها پِن غريبن ۽ محتاجن ۾ تقسيم ڪندو هو، ٻن سالن ڪانپوءِ ان کي حڪم ٿيو ته هاڻي تون ماڻهن کان نه پِن، اسين توکي خود ڏينداسون، تون ضرورتمندن ۾ اهو تقسيم ڪري ڇڏيندو وڃ. الله تعاليٰ شيخ کي فرمايو ته تون پنهنجي ٻوريءَ جي هيٺان جيڪي چاهين ۽ جهڙي طرح چاهين ڪڍي ڪري تقسيم ڪندو رهه. تون جيڪڏهن مِٽي هٿ ۾ ڪٽندين ته سون ٿي ويندي، جيڪو توکان گهُرن اهو ڏيندو وڃ. ڪو فڪر نه ڪر. خدا جي گهڻي عطا ۽ بخشش آهي. اسان جي بخشش ۾ نه ٽوٽ آهي ۽ نه ڪمي. هن عطا ۾ نه شرمندگي آهي ۽ نه حسرت. ٻوريءَ ۾ هٿ هيٺان وجهڻ فقط نظر بد کان بچائڻ جي لاءِ آهي، هاڻي تنهنجو هٿ خدا جو هٿ آهي جيڪو مفت ۾ عطا ڪندو آهي. قرضدارن جو قرض ادا ڪر. دنيا جي زمين

کي مينهن وانگر سائو کر. هڪ سال تائين شيخ جو اهو ئي ڪم هو جو ٻوريءَ هيٺان ڪڍي ضرورت مندن کي ڏيندو رهيو. حاتم طائي جهڙو سخي بہ اُن کان پنڻ وارن جي صف ۾ اچي بيهندو هو.

**سائل جي سوال کان اڳ شيخ جو دل جي ڳالهہ کي ڄاڻڻ**

حاجتِ خودگر نگفتے آں فقیر
اُو بدادے و بدانستے ضمیر

ترجمو: ”جيڪڏهن فقير پنهنجي ضرورت نہ ٻڌائيندو هو تہ بہ شيخ ڏيندو ۽ ڄاڻي وٺندو هو.“ سائل پنهنجي حاجت بيان نہ ڪندو هو تہ بہ هو ان جي دل جي ڳالهہ ڄاڻي وٺندو هو. جيتري قدر قرض هوندو هوس، هو ادا ڪندو هو، جيتري رقم ۾ ڪو قيد ٿيندو هو تہ اُن کي ڏيندو هو. ماڻهن ان کان معلوم ڪيو تہ توهان دل جي ڳالهہ ڪيئن ڄاڻو ٿا؟ شيخ جواب ۾ چوندو هو تہ اسان ماڻهن جي دل جنت وانگر احتياج کان خالي آهي. اُن ۾ عشقِ خداوندي کان سواءِ ڪا شيءِ نہ آهي. اسان پنهنجي دل کي عشقِ خداوندي کان سواءِ بلڪل خالي ڪري ڇڏيو آهي. مون چڱي بُري کان دل کي خالي ڪري ڇڏيو آهي. منهنجو گهر خُدا جي عشق سان پُر آهي. هاڻي اسان جي دل ۾ جيڪي ٿئي ٿو اهو فقير جو عڪس هوندو آهي، انهيءَ ڪري اسين اُن جي سيني ضرورتن کي ڄاڻي وجون ٿا. پاڻي صاف شيءِ آهي، اُن ۾ ڪجور جو وڻ جيڪڏهن نظر ايندو تہ اهو ٻاهر جو عڪس هوندو آهي ۽ پاڻيءَ ۾ جيڪا بہ تصوير ڏسندا اها ٻاهر جو عڪس هوندي پر دل کي صاف ڪرڻ جي لاءِ مجاهدن جي ذريعي اُن جي صفائي ضروري آهي. جڏهن اُن ۾ خود گدلاڻ نہ هوندي تڏهن اُن ۾ ٻاهريون عڪس نظر اچي سگهندو. انسان جو بدن گپ گاري مان ٺهيل آهي اُن جي صفائي جي لاءِ تمام گهڻي محنت درڪار آهي، تون هر وقت ڪائڻ ۽ سمهڻ ۾ لڳو پيو آهين، جنهن سان ان جي ڪدورت ۾ اڃان وڌيڪ اضافو ٿئي ٿو.

**ماڻهن جي دل جي ڳالهہ ڄاڻڻ جو سبب**

چوں دلِ آں آب ازینہا خالیست
عکسِ رُوہا از بُروں دَر آب جُست

ترجمو: ”پاڻيءَ جي دل خالي آهي تڏهن ٻاهرين چهرن جو عڪس ان ۾ وجي پوي ٿو.“

جڏهن دل جي پاڻيءَ ۾ صفائي پيدا ٿي ويندي تہ هر خارجي شيءِ جو عڪس اُن ۾ نظر اچڻ لڳندو. جڏهن تون اُن کي صاف ڪندين پوءِ هر سائل جو عڪس تنهنجي دل ۾ نمودار ۽ ظاهر ٿي ويندو. تنهنجو باطن صاف ناهي ٿيو، باندرن، ٻوتن ۽ درندن سان ڀريو پيو آهي. جڏهن انسان گڏهہ پڻي ۾ مبتلا رهندو تہ اهو خرِعيسيٰ ٿيندو پر عيسيٰ عليہ السلام ڪونہ ٿيندو. جيڪڏهن ڪو خيال نمودار ٿيندو تہ تون ڪيئن سُڃاڻيندين تہ ڪهڙي لِڪل خاني مان ظاهر ٿيو آهي. جڏهن انسان زُهد اختيار ڪندو آهي ۽ خيالن کان دل کي پاڪ ڪندو آهي تڏهن اُن جو جسم خيال وانگر لطيف ۽ نازڪ ٿي ويندو آهي.

**لومڙيءَ جي مڪر جو گڏهہ جي بچاءُ تي غالب اچڻ**

خربسے کوشید و اُورا دفع گفت
لیک جوع الکلب باخر بود جُفت

ترجمو: ”گڏهہ گهڻي ڪوشش ڪئي، روڪيائين پر ان کي جلندر جي بيماري هئي.“

گڏھ جو حرص صبر تي غالب اچي ويو. مانيءَ جي حرص گھڻن کي هلاڪ ڪيو آهي. حديث شريف ۾ آهي ته ڪَادَ الْفَقْرُ اَنْ يَّكُوْنَ كُفْرًا ”فقر قريب آهي ته ڪفر بڻجي وڃي“ يعني اٿھوند انسان کي ڪافر بڻائي ڇڏيندي آهي. گڏھ سوچيو ته جيڪڏھن اھو لومڙيءَ جو مڪر ئي آهي ۽ منھنجي مارڻ جي ترڪيب آهي ته بُک جي ذريعي بار بار مرڻ کان ھڪ دفعي جو مرڻ سُٺو آهي. بُک جي عذاب کان ته ڇوٽڪارو حاصل ڪندس. جيڪڏھن اھا زندگي آهي ته آئون مئل بهتر آهيان. گڏھ جيتوڻيڪ اڳ ۾ توبه ڪئي هئي ۽ قسم ڪنيو هئائين پر نيٺ گڏھ پٽي ڪري گرڻ ڪري وڌائين. لالچ انسان کي انڌو ۽ ٻوڙو بڻائي ڇڏيندي آهي ۽ موت کي آسان بڻائي ڇڏيندي آهي، جھڙي طرح گڏھ پنھنجي موت کي پسند ڪيو. بيوقوفن ۾ گڏھن جي زندگي ابدي نه آهي ۽ انسان نياڳ ۾ حماقت جي ڪري مرڻ پسند ڪندو آهي. انسان کي ابدي زندگي حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪوشش ڪرڻ گھرجي. جيڪو الله تعاليٰ غيب کان ان تي سخاوت ڪري رهيو هو، گڏھ کي اُن الله جي رزاقيءَ جو يقين ڪونه هو. جيترا ڏينهن زنده رهيو رزق کان سواءِ زنده ڪونه رهيو پر پوءِ به ان کي خدا جي رزّاقيءَ تي ڀروسو ڪونه هو.

**پرهيز ۽ بُک جي فضيلت جو بيان**

خدا بُک ۾ مبتلا ڪري ٿو ته ان ۾ به گھڻيون مصلحتون آهن

گرنباشد جوع صد رنج دگر

ازپے ہیضہ برآرد از توسَر

ترجمو: ”جيڪڏھن بُک نه هجي، دستن ڪانپوءِ ٻيون سوين بيماريون تو ۾ پيدا ٿي وينديون.“

بُک کان سواءِ جيڪڏھن ماڻھو ڪاڏو ڪائي ٿو ته دست ٿيو پون. ان ڪانپوءِ ٻيون بيماريون پيدا ٿي وينديون آهن. بُک جي تڪليف ٻين بيمارين جي تڪليف کان گھٽي بهتر آهي. ڇاڪاڻ ته ان ۾ جسم ۾ پاڪيزگي، هلڪائي ۽ ڪارڪردگي سُٺي رهندي آهي. بک عمل جي لحاظ کان پلي آهي ۽ ان ۾ ٻيا به گھڻا فائدا آهن. فاقي جي ڪري گھڻيون بيماريون پري ٿي وينديون آهن. بُک ۾ جَوَن جي ماني به پلاءُ جو مزو ڏيندي آهي. بُک کان سواءِ لذيذ کاڌا به بدمزه معلوم ٿيندا آهن. هڪڙو شخص جَوَن جي ماني کائي رهيو هو. سوال ڪرڻ واري پُڇيو ته توکي ان جو شوق ڇو ٿيو آهي؟ هُن جواب ڏنو ته جڏھن انسان کي بُک لڳندي آهي ۽ انسان صبر کان ڪم وٺندو آهي ته جَوَن جي ماني به حلوي جو ڪم ڏيندي آهي. آئون بُک ۾ صبر کان ڪم وٺي جَوَن جي مانيءَ جو حلوو بڻائي وٺندو آهيان. اها بُک اها نعمت آهي جيڪا هر شخص کي ميسّر نٿي اچي. ڇاڪاڻ ته هيءَ دنيا وسيع چراگاه آهي اُن ۾ انسان ڪجھ نه ڪجھ کائيندو آهي. بُک فقط خاصانِ خدا جو حصو آهي، جنهن سان اهي روحاني شينهن بنجي ويندا آهن. هر ڪميڻي گداگر کي بُک جي نعمت عطا ڪونه ٿيندي آهي. اھڙن لاءِ عام خوراڪ مهيا ڪئي ويندي آهي ۽ ڪين ڇيو ويندو آهي ته اوھان درياءَ معرفت جا پکي نه آهيو. ماني ڪائڻ وارا پکي آهيو. اوھان جي دل ۾ مانيءَ جي فڪر کان سواءِ ٻيو ڪجھ نه آهي. حريص پيٽو ڪائي پي مري ويندو آهي ۽ اُن جي لاحاصل زندگي ختم ٿي ويندي آهي. ان زندگيءَ کان بُک جو موت بدرجھا بهتر آهي.

**حريص مريد کي توڪل جي قوت بخشڻ**

شیخ می شُد بامُریدی بید رنگ

سوی شہرے ناں درانجا بود تنگ

ترجمو: ”شيخ هڪ مريد سان بنا دير ان شهر ڏانهن روانو ٿيو جتي ماني گھٽ هئي.“

اهو شهر قحط ۽ ڏڪار جو ستيل هو. ماني گهٽ ۽ مهانگي هئي. مُريد جي سوچ ۾ بُک ۽ ڏڪار هو. خدا جي رزاقيءَ کان غفلت جي ڪري هر گهڙي پريشاني وڌي رهي هئي. شيخ دل کان واقف ۽ باخبر هو، هُن مُريد کي چيو ته ڪيستائين پريشانيءَ ۾ رهندين؟ تون مانيءَ جي فڪر ۾ مري رهيو آهين، خدا تي ڀروسو نہ اٿئي؟ تون انهن خاصانِ خدا مان نہ آهين جن کي بُک جو تحفو ڏنو ويندو آهي. تو کي لامحالہ دنياوي غذا مُيسّر اچي ويندي. دنيا وارن جي لاءِ گهٽو ڪاڏو موجود آهي. جڏهن مرندا آهن تہ بہ ماني انهن جي اڳيان اڳيان ويندي آهي جيڪا قبرستان ۾ غريبن ۾ تقسيم ڪئي ويندي آهي ۽ اها ماني مُردي کي چوندي آهي تہ تون مانيءَ جي فڪر ۾ مُئو آهين. اُٿ، هاڻي ماني وٺ. شيخ مُريد کي چيو تہ انسان رزق جو ايترو عاشق نہ آهي جيترو رزق انسان جو عاشق آهي. الله جو وعدو آهي، ضرور رزق انسان کي ڳولي ان وٽ پهچي ٿو. رزق انسان تي عاشق آهي ۽ انسان کي چوندو آهي بيهہ تہ آئون تو وٽ پهچان ٿو، ڇاڪاڻ تہ اهو انسان جي بي صبريءَ کي ڄاڻي ٿو . بُک جي ڊپ جي ڪري اهو سيئو تپ ڇو آهي؟ توڪّل ۾ پيٽ ڀري زنده رهي سگهو ٿا.

**سرسبز ٻيٽ ۾ رهندڙ اڪيلي ڏاند جي حڪايت**

هن حڪايت مان هي ٻڌائڻ مقصد آهي تہ جهڙي طرح اُن ڍڳي جي بي صبري هئي ۽ رزق جي ڳڻتيءَ ۾ ڳري رهيو هو، اهو ئي حال انسان جو آهي.

*يک جزيره سبز هست اندر جهاں*
*اندرو گاويست تنها خوش دَهاں*

ترجمو: ”دنيا ۾ هڪ سائو ٻيٽ آهي، جتي هڪڙو ڍڳو عمدو گاهہ چري رهيو آهي.“

اهو ڍڳو رات ڏينهن گاهہ کائي ٿُلهو ٿيو پوي. رات جو هيءُ خوف ورائيس ٿو تہ صبح جو ڇا کائيندس! اِن غم جي ڪري اَيرو ٿي وڃي ٿو. جڏهن صبح ٿئي ٿو تہ جهنگ ۾ ساوڪ موجود ڏسي ٿو. چيلهہ تائين وڏو گاهہ موجود آهي. جلندر جي بيمار وانگر ڍڳو گاهہ ۾ ڪاهي پوي ٿو. گاهہ کائي ٿُلهو ٿي پوي ٿو، رات جو وري اُن گهبراهٽ ۾ ڏٻرو ٿيو وڃي تہ صبح جو ڇا کائيندس! گهڻي زماني تائين اُن ڍڳي جي اهائي حالت رهي جو ڏينهن جو کائي ٿلهو ٿي ويندو هو ۽ رات جو صبح جي فڪر ۾ ايرو ٿي ويندو هو ۽ ڪڏهن هي نہ سوچيائين تہ اهو خوف بي جا آهي. هيترا سال گذري ويا ۽ مونکي هر روز خوراڪ ملي رهي آهي. اهو ڪڏهن هي نہ ٿو سوچي تہ هڪ ڏينهن بہ روزي گهٽ نہ ملي آهي تہ پوءِ آئون غم ڇو ڪريان. انسان جي نفس کي اهڙو ڍڳو ۽ دنيا کي جهنگ سمجهو. انسان ان ڳڻتيءَ ۾ ڳري ٿو تہ صبحاڻي ڇا کائيندس. انسان کي گهرجي تہ ماضي تي نظر رکي، مُستقبل جي فڪر کي ڇڏي ڏيئي.

**شينهن جو گڏهہ کي مارڻ**

*بُرد خر را روبهک تاپيشِ شير*
*پاره پاره کردش آں شير دلير*

ترجمو: ”لومڙيءَ گڏهہ کي شينهن جي اڳيان وٺي وئي بهادر شينهن ان جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيا.“

محنت جي ڪري جانورن جي بادشاهہ کي اڃ لڳي، پاڻي پيئڻ لاءِ چشمي ڏانهن ويو. جڏهن شينهن پاڻي پيئڻ ويو تہ لومڙيءَ کي موقعو ملي ويو. لومڙي گڏهہ جي دل ۽ جگر کائي وئي. شينهن واپس اچي ڏٺو تہ گڏهہ جي دل ۽ جگر موجود ڪونہ هو. شينهن لومڙيءَ کي چيو تہ دل ۽ جگر هر جانور ۾ ضرور هوندا آهن هن گڏهہ جا اهي عضوا ڪيڏانهن ويا؟ لومڙيءَ چيو تہ جيڪڏهن هن گڏهہ جي دل ۽ جگر هجي ها تہ تو وٽ ٻيو دفعو ڪيئن اچي ها، ڇاڪاڻ تہ

ان گذهہ تنهنجو قيامت جهڙو حملو ڏنو هو ۽ جبل تان اونڌي مُنهن ڪريو هو. جيڪڏهن ان گذهہ ۾ دل ۽ جگر هجي ها تہ ٻيهر ڪونہ اچي ها. جنهن عضوي جو جيڪو ڪم آهي جيڪڏهن اهو عضوو پنهنجو ڪم نہ ڪري تہ چڻ اهو عضوو ئي نہ آهي. دل ۾ جڏهن نور نہ هجي تہ اها دل نہ آهي. انسان ۾ روح نہ هجي تہ اهو خالي مِٽيءَ جو پتلو آهي. جنهن شيشي ۾ روشني نہ آهي اهو قنديل نہ آهي پر پيشاب جي شيشي آهي. ڏيئي جو نور خدا جي عطا آهي. شيشو مخلوق جي ڪاريگري آهي. ڏيئن ۽ قنديلن ۾ تعدّد ۽ ڪَپَهُ آهي. ان جي روشني جيڪا پکڙي ٿي ان ۾ وحدت آهي. يهودين انبيائن جي جسم تي نظر ڪئي تہ انهن ۾ تعدّد سمجهيائون، ڪن تي ايمان آندائون ۽ ڪن. جو انڪار ڪيائون. مومن جسمن ۽ ظرفن تي نظر نہ ڪئي پر روح ۽ نور ڪي ڏٺو. جنهن ۾ وحدت آهي تہ ان جو عقيدو ٿيو: لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْ رُّسُلِهٖ (البقره:285) "اسين انهن رسولن مان ڪنهن ۾ تفريق نٿا ڪريون." شاخ اها ئي آهي جنهن ۾ پاڻي هجي، ماڻهو اهو ئي آهي جنهن ۾ روح آهي. عوام انسان نہ آهي مورتيون آهي. انهن کي زنده بہ نہ سمجهو، اهي شهوت ۽ ماني جا مقتول آهن.

## بازار ۾ ڏينهن جو ڏيئو کڻي گهمندڙ شخص جي حڪايت

هن ڳالهہ جو خلاصو هيءُ آهي تہ بظاهر انسان گهڻا آهن پر انسانيت ڪن ٿورن ۾ آهي.

آں يکے با شمع بَرمی گشت روز
گرد بازار و دلش پُر عشق و سُوز

ترجمو: "هڪ شخص ڏينهن جو ڏيئو کڻي بازارن ۾ هلندو هو ۽ سندس دل عشق ۽ سوز سان پُر هئي."

هڪ خدا جو عاشق ڏينهن ۾ڏيئو ٻاري ڪجهہ ڳوليندو رهندو هو. هڪ بيهودي شخص کيس چيو تہ اي فلاڻا! هر دُڪان وٽ تون ڇا ٿو ڳولين؟ ڏينهن ۾ ڏيئي جي روشني سان ڳولڻ مذاق ۽ دل لڳي جي ڳالهہ آهي، تون ڏيئو ٻاري کهڙو مذاق ڪري رهيو آهين ۽ ڇا ڳولي رهيو آهين؟ ان عاشقِ خدا چيو: آئون هر طرف اهڙي ماڻهوءَ جي تلاش ۾ آهيان جيڪو الله جي عطا ڪيل روح سان زندهہ هجي پر مون کي اهڙو ڪو انسان نٿو ملي. ان بيهودي شخص چيو تہ هي سڄي بازار ماڻهن مان ڀري پئي آهي ۽ توکي ڪو انسان نظر نٿو اچي! ان عاشقِ خدا چيو تہ آئون اهڙي انسان جي تلاش ۾ آهيان جيڪو ٻنهين حالتن ۾ ڪاوڙ توڙي حرص ۾ بہ سڌي رستي تي هلندو هجي. جيڪڏهن اهڙو ماڻهو مون کي ملي وڃي تہ آئون ان تي جان قربان ڪري ڇڏيندس. ان شخص چيو تہ اهڙي انسان جو ملڻ نادر ۽ اڻلڀ نہ آهي پر دشوار آهي. تون قضاءِ خداوندي جي حڪم کان غافل آهين ۽ انسان جي فعلن کي اختياري فعل سمجهين ٿو. انسان جو پنهنجو اختيار ڪٿي آهي؟ اصل تقدير خداوندي آهي. تقدير خداوندي آسمان کي بہ رستي تان ڀٽڪائي ڇڏيندي آهي. عطارد ستارو جيڪو آسمان جو منشي آهي، ان کي تقدير بيوقوف بنائي ڇڏيندي آهي. تقدير جي اڳيان تدبير هيچ آهي. لوهہ ۽ سنگ خاره کي تقدير پاڻي ڪري ڇڏيندي آهي. تو هي سمجهيو آهي تہ تنهنجا پير رستو طئي ڪري آيا آهن. اها تنهنجي خام ڪاري ۽ ڪچائي آهي، سڀ ڪجهہ تقدير ڪري ٿي. تون ظاهري اسباب تي نگاهہ رکين ٿو ۽ حقيقي سبب کان غافل آهين. تون ظاهر تي نظر رکين ٿو، حقيقت ۽ باطن توکان لِڪل آهي. جهڙي طرح ديڳ باهہ کان سواءِ جوش نٿي کائي، اهڙي طرح ظاهري اسباب حقيقي موثر کانسواءِ ڪو اثر نٿا رکن. حضرت ايوب عليه السلام جو صبر بہ مشهور آهي. خدا اُن کي بہ هي حڪم ڏنو هو تہ پنهنجي صبر کي نہ ڏس، صبر ڏيڻ واري کي ڏس، هُرلي کي نہ ڏس، هُرلي هلائڻ وارن کي ڏس. تنهنجي دعويٰ هي آهي تہ تون حقيقي سبب کي ڏسين ٿو پر حقيقي سبب کي ڏسڻ وارن جي هڪ بہ نشاني تو ۾ نہ آهي. انهن تعينات جي جيڪي تمام ٿورا آهن تو صرف سرگرمي ڏني آهي جيڪڏهن حيرت جي مقام تي پهچين تہ درياءِ حقيقت ذاتِ باري تعاليٰ تي نظر ڪرين، جيڪو فقط

تعينات تي نظر رکي ٿو ۽ انهن کي درياءَ کان جدا شيءِ سمجهي ٿو. اهو لاحاصل سجدا ڪري ٿو جيڪو شخص درياءِ وحدت تي نظر رکي ٿو. ان کي محمود حيراني حاصل ٿئي ٿي. جيڪو شخص خالي تعينات کي ڏسي ٿو ۽ پنهنجو پاڻ کي درياءِ حقيقت کان بلڪل جدا سمجهي ٿو، ان کي فقط بوڙيا ۽ جهاڳ نظر اچي ٿي. هو پنهنجي عمل کي پاڻ ڏانهن منسوب سمجهي مختلف نيتون چڱيون ۽ بريون ڪري ٿو، جنهن بحرِ حقيقت کي ڏٺو ان جي دل ايتريقدر وسيع آهي جو سڀ ڪجهه الله جي طرفان سمجهي ٿو، جيڪو شخص درياءِ حقيقت کان غافل آهي ۽ محض پاڻي جي ڦوٽن ۽ گجيءَ کي ڏسي رهيو آهي اهو پنهنجن افعالن کي ڏسي ٿو جيڪي ڪجهه اختياري ۽ ڪجهه اضطراري آهن ۽ جنهن شخص جي درياءَ تي نظر آهي، اهو پنهنجي اختياري افعال کي ائين سمجهي ٿو ته اهو اختيار به خدا جو عطا ڪيل آهي. جنهن گِجيءَ کي ڏٺو ان شخص کي سُڪون حاصل نٿو ٿئي ۽ جنهن درياءَ کي ڏٺو اُن کي اطمينان حاصل ٿي وڃي ٿو. جنهن گِجيءَ کي ڏٺو اهو دنيا جي ڌنڌن ۾ لڳو رهندو آهي ۽ اُخروي اجر کان محروم رهندو آهي ۽ جنهن درياءَ کي ڏٺو اهو مخلوق کي فنا ڪري خالق جي خدمت ۾ لڳي ويندو آهي. باقي جيڪو گِجي ڏسي ٿو اهو مخلوق ۾ مست ٿي خدا کان غافل ٿي ويندو آهي ۽ درياءَ ڏسڻ وارو خدا ۾ غرق ٿي ويندو آهي. گِجيءَ کي صاف ڪيو ويندو آهي. ان جي صفائي مجاهدا آهن ۽ درياءَ کي ڏسڻ وارو آرام ۾ هوندو آهي.

### مسلمان جو هڪ آتش پرست کي اسلام جي دعوت ڏيڻ ۽ ان جو جواب

*مر مغے را گفت مردے کاے فلاں*

*ہیں مسلماں شو بباش از مومناں*

ترجمو: "هڪ شخص هڪ آتش پرست کي چيو ته اي فلاڻا! خبردار، مسلمان ٿي وڃ، مومنن مان ٿيءُ!"

هُن وراڻيو: جيڪڏهن خدا چاهيندو ته آئون مومن بڻجي ويندس ۽ جيڪڏهن وڌيڪ مهرباني ٿي ته پوءِ مُوقِن (يعني اهو مومن جنهن کي عين اليقين جو درجو حاصل هجي) بڻجي ويندس. مسلمان چيو ته خدا توکي مومن بڻائڻ چاهي ٿو تان ته توکي دوزخ کان ڇوٽڪارو ملي وڃي پر تنهنجو نفس ۽ شيطان توکي ڪفر ۽ بُت خاني ڏانهن ڇڪين ٿا.

آتش پرست چيو ته جڏهن نفس ۽ شيطان جي ڳالهه هلي ٿي ۽ اهي تڪڙا آهن ته مون کي طاقتور جو ساٿ ڏيڻ گهرجي، جيڪڏهن خدا مون کان سچائي چاهي ٿو ۽ نفس ۽ شيطان جي مقابلي ۾ اُن جي ڪجهه نٿي هلي ته پوءِ اُن جي چاهڻ جو ڪهڙو فائدو آهي؟ جيڪڏهن ڪو شخص سُٺي جاءِ جوڙائي اُن کي مسجد بڻائڻ چاهي ۽ ڪو ٻيو اُن تي غالب اچي اُن کي بُت خانو بڻائي ڇڏي ته مسجد ٺاهڻ واري جي خواهش جو ڪهڙو فائدو ٿيو؟ جيڪڏهن تو ڪپڙو اِن لاءِ ٺاهيو ته تون اُن جي قبا بڻائين ۽ تنهنجو مخالف اچي اُن کي شلوار بڻائي ته ڪپڙي جي لاءِ ان کان سواءِ ڪهڙو چارو آهي ته غالب جي اڳيان مغلوب ٿي وڃي ۽ جيڪي ڪجهه ڪيس بڻائڻ جو ارادو ڪيو ويو آهي، هو اُهو بڻجي وڃي.

جڏهن ڪو شخص ڪنهن تي غالب ٿي ويندو آهي ته اُن جو سڀ ڪجهه بگاڙي ڇڏيندو آهي. غاصب جي مقابلي ۾ گهر جو مالڪ عاجز ٿي ويندو آهي ۽ اُن تي ٻيو حڪمراني ڪندو آهي ۽ ڪمزور جو ساٿي ڪمزور بڻجي ويندو آهي. جڏهن نفس ۽ شيطان غالب هجي ته هي چوڻ ته جيڪو الله چاهيندو آهي اهو ٿي ويندو آهي هڪ مذاق جي ڳالهه آهي. آئون چاهي ڪافر يا آتش پرست آهيان، آئون اهو خيال ڪري نٿو سگهان. الله جو چاهيل ٿئي يا نه ٿئي شيطان ۽ نفس جي خواهش پوري ٿئي. آتش پرست چوي ٿو ته آئون اهو عقيدو نٿو رکي سگهان ته ڪو شخص خدا جي ملڪيت ۾ اُن جي برخلاف حڪم ڪري سگهي ۽ خدا اُن جي اڳيان حڪم نه هلائي سگهي! خدا دشمن کي دفع ڪرڻ چاهي ۽ دشمن دفع نه ٿئي ۽ خدا جي ڪاوڙ وڌندي رهي! جيڪڏهن خدا ۽ شيطان جي اها ئي حالت آهي ته پوءِ خدا بدران شيطان جو ٻانهون بنجڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته خدا مغلوب ۽ شيطان غالب آهي. هن حالت ۾ جيڪڏهن شيطان جي بجاءِ

خدا جي بندگي کئي وڃي تہ شيطان دشمن بنجي ويندو ۽ خدا کا مدد نہ ڪري سگھندو. جڏهن شيطان جي منشا پوري ٿي ويندي آهي تہ پوءِ شيطان کان سواءِ منهنجو پلو ڀيو ڪير ٿو ڪري سگھي!

**رحمان جي درَ تي شيطان جو مثال**

حاش لله ايش شاء الله ڪان

حاڪم آمد درمڪان و لامڪان

ترجمو: ”الله، پاڪ آهي جيڪو هو چاهي ٿئي ٿو. اهو مڪان ۽ لامڪان ۾ حاڪم آهي.“

الله تعاليٰ هن کان پاڪ آهي تہ هُن جو ڪو ارادو پورو نہ ٿئي. اُن جي خدائي ۾ سندس حڪم جي خلاف ڪجھ نہ ٿو ٿي سگھي. دنيا ۽ آخرت اُن جي مِلڪ آهي. شيطان اُن جي در جو معمولي ڪُتو آهي. ترڪمان خانہ بدوش قوم هئي. غارت گري هنن جو ڌنڌو هو. عام طور تي حفاظت جي لاءِ اهي ڪُتا پاليندا هئا. گھر جا ٻار انهن ڪُتن ڪي پُڇ مان جهلي ڇڪيندا هئا پر اجنبي انسان تي اهي ڪُتا شينهن وانگر حملو ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪو اجنبي اُتان کان لنگھندو هو تہ اهي ڪتا ان جي لاءِ سخت هئا. دوستن جي لاءِ گُل ۽ دشمنن جي لاءِ ڪندا هئا. تُرڪمان اُن ڪتي ڪي پٽڙي دال پياريندا آهن ۽ اهو ڪتو اُنهن جو پٽڙيءَ دال تي وفادار بنجي ويندو آهي. جڏهن معمولي غذا تي ڪُتو ترڪمان جو اهڙو وفادار آهي تہ پوءِ شيطان جنهن ڪي خدا پيدا ڪيو ۽ هر طرح جون غذائون اُن ڪي عطا ڪيائين، اهو شيطان ماڻهن جي آبرو مان غذا حاصل ڪري ٿو. الله تعاليٰ جي دربار ۾ شيطان ان جي حڪم تي ڇو قُربان نہ ٿيندو، خدا جي دربار ۾ هر ارادت مند ۽ هر سرڪش ڪُتي وانگر اڳيان پير وڇايو ويٺو آهي. الله جي دربار جي غار جي اڳيان شيطان ڪُتي وانگر ويٺو آهي جنهن جو ذرو ذرو الله جي حڪم جو منتظر آهي. الله تعاليٰ شيطان ڪي هن لاءِ وهاريو آهي تان تہ اهو دربار ۾ پهچڻ واري جو امتحان وٺي ۽ سچائي جي نر ۽ مادي ڪي سُڃاڻي ۽ جيڪو سچائيءَ ۾ مڪمل نہ آهي اُن ڪي دربار تائين نہ پُهچڻ ڏي. انهيءَ ڪري شيطان جو وجود انسان جي اختيار جي منافي نہ ٿيو. اعوذباالله جي تعليم انهيءَ ڪري ڏني ويئي آهي تہ دربار ۾ پهچڻ وارن تي جيڪڏهن شيطان ڪتو ڀونڪي تہ هو اعوذ جي مالڪ ڪي پُڪاري ۽ چوي تہ اهو ڪُتي ڪي رستي تان هٽائي تان تہ هو دربار تائين پهچي سگھي. جڏهن تُرڪمان خود ڪتي ڪان عاجز هجي تہ پوءِ اعوذ پڙهڻ بلڪل بيڪار آهي. تُرڪمان بہ چوي تہ آئون ڪُتي کان پناهہ گُهران ٿو ڇاڪاڻ تہ آئون بہ گھر ۾ ڪُتي کان عاجز آهيان. ترڪ هي چوي تہ ڪُتي جي دٻ کان تون اندر نٿو اچي سگھين ۽ آئون ٻاهر نٿو نڪري سگهان، اهڙي تُرڪمان ۽ مهمان ٻنهين جي مُنهن ۾ ڌوڙ پوي جو هڪڙو ڪتو ٻنهين ڪي جڪڙيو ويٺو آهي. ترڪمان ڪُتي ڪان نٿو دٻجي سگھي. ڪُتو تہ درڪنار پر اُن جي جِهٽڪ ڪان شينهن بہ رت جي اُلٽي ڪندو آهي. انسان جيڪو خليفہ الله آهي اهو شيطان جي دٻ کان دٻجي ۽ مغلوب ٿي وڃي اها بُري ڳالھ آهي. جڏهن مالڪ خود ڪُتي ڪان دٻجي تہ ڪُتو ان جي لاءِ ڇا شڪار ڪندو.

**ٻانهي جو اختيار ثابت ڪرڻ جي باري ۾ سُنّي مومن جو جبري ڪافر ڪي جواب**

گفت مومن بشنواے جبری خطاب

آنِ خود گفتی نیک آوردم جواب

ترجمو: ”مومن چيو: اي جبري! ڳالھ ٻڌ. تو پنهنجي ڳالھ چئي ورتي هاڻي منهنجو جواب ٻُڌ!“

سُني مسلمان جبر جي عقيدي واري ڪي جواب ڏنو تہ شطرنجي! تو پنهنجي چال ڏيکاري، مخالف جي چال بہ ڏس. تو پنهنجي عذر جو ڪتاب پڙهيو، سنيءَ جو ڪتاب بہ پڙھ تہ خبر پوئي؟ قضا جي باري ۾ تو جبرين جو نقطو

بيان ڪيو. ان معاملي ۾ مون ڪان ان جو راز ٻُڌ. جبر جي عقيدي ۾ انسان جي اختيار جو بلڪل انڪار آهي. بزرگ روميؒ انسان جي اختيار کي ثابت ڪري ٿو. چوي ٿو ته انسان کي به اختيار آهي. تون اکين ڏٺل حس جو انڪار نٿو ڪري سگهين. تون پنهنجي اختيار کي ڏس، جبري نه بڻج، تو رستو ڇڏيو آهي، آڏو نه هل واپس رستي تي اچ. انسان کي حڪم ڏنو ويندو آهي، پٿر کي ڪو حڪم ڪو نه ڏبو آهي. معلوم ٿيو ته انسان ۾قدرت ۽ اختيار آهي. جنهن شيءِ جو انسان ۾ اختيار نه آهي ان جي باري ۾ ڪو اُن کي حڪم نٿو ڏي. انسان کي ڪو نٿو چوي ته تون اُڏر. پٿر کان ڪوبه ڪنهن قسم جو مطالبو نٿو ڪري ڇاڪاڻ ته هرڪو ڄاڻي ٿو ته هن ۾ ڪا طاقت ۽ اختيار نه آهي. جيتريقدر مطالبا آهن اهي صاحب اختيار ۽ صاحب قدرت کان آهن. غُصو ۽ ڪاوڙ، حڪم ۽ منع وغيره صاحبِ اختيار متعلق آهن. انسان ظلم ۽ ستم ڪرڻ ۽ نه ڪرڻ ۾ بااختيار آهي. جڏهن ظلم ڪري ٿو ته خود پنهنجي ارادي ۽ اختيار سان ڪري ٿو. نفس ۽ شيطان خود انسان جو پنهنجو ارادو آهي. جيستائين ڪنهن نموني خواهش پيدا نٿي ٿئي ته انسان جو اختيار سُتل رهندو آهي. مصر جي عورتن جيستائين يوسف کي ڪونه ڏٺو هو، تيستائين انهن هٿ ڪونه وڍيا. جڏهن سڌ پيدا ٿي ۽ ڏٺائون تڏهن هٿ وڍيائون. جيستائين ڪتو هڏي نٿو ڏسي تيستائين سُتل رهندو آهي. هڏي ڏسي پُڇ لوڏڻ شروع ڪندو آهي. اهوئي حال انسان جي اختيار ۽ قدرت جو آهي، جيستائين سَڌ نه آهي ته اهو سُتل آهي، جڏهن ڪا سَڌ ٿيندي تڏهن سجاڳ ٿيندو. گهوڙو به تڏهن هڻڪار ڪندو آهي جڏهن جوَن کي ڏسندو آهي. ٻلي جڏهن گوشت ڏسندي آهي تڏهن مِيائون مِيائون ڪندي آهي. سڌ ظاهر ڪرڻ اختيار کي سجاڳ ۽ متحرڪ بنائڻ آهي.

شيطان تنهنجي معشوق جو پيغام آڻي ٿو. تون دَلاَل جو ڪم ڪرين ٿو ۽ تنهنجو سُتل اختيار حرڪت ۾ اچي وڃي ٿو ۽ جنگ شروع ڪري ٿو. الله تعاليٰ جو ملائڪ شيطان جي برخلاف خبرون پيش ڪري دل ۾ خلجان پيدا ڪندو آهي تان ته شر جي بجاءِ خير وارو اختيار سجاڳ ٿي وڃي. مطلب ته ملائڪ ۽ شيطان ته تنهنجي اندروني اختيار کي متحرڪ ڪن ٿا. اختيار تنهنجي اندر موجود هوندو آهي. جيڪو اختيار خود انسان ۾ موجود هوندو آهي اهو ملائڪن جي الهام ۽ شيطانن جي وسوسن جي ذريعي قوي ٿي ويندو آهي. جنهن وقت نمازي سلام ڦيرائي ٿو تڏهن ملائڪن جي به نيت ڪري ٿو ڇاڪاڻ ته هن انهن جي ئي ترغيب ۽ الهام سان اُها نماز ادا ڪئي. گناهه ڪانپوءِ انسان شيطان تي اِن ڪري لعنت موڪلي ٿو ته اُن جي وسوسي جي ڪري هو گناهه ۾ مبتلا ٿيو ۽ اُن ڪجروي اختيار ڪئي. حشر ۾ جڏهن دنياوي زندگي جو اهو حجاب ختم ٿي ويندو تڏهن تون ملائڪن ۽ شيطان کي خود ڏسندين ۽ جيڪي پسِ پرده انهن جون ڳالهيون هيون انهن جي ذريعي تون انهن شخصيتن کي سڃاڻي وٺندين. اتي شيطان توکي چوندو ته مون ئي تنهنجي دل ۾ وسوسو وڌو هو پر توکي مجبور ڪونه ڪيو هو. ملائڪ توکي چوندو ته مون تنهنجي دل ۾ اها ڳالهه وڌي هئي ته هن گناهه جي لذت ۽ خوشي گهٽڻ غمن جو سبب بڻبي. ملائڪ اهو به چوندو ته فلاڻي ڏينهن مون توکي جنت جو رستو ٻڌايو هو ۽ هي به چيو هو ته اسين تنهنجا خيرخواهه آهيون ۽ تنهنجي پيءُ حضرت آدمؑ کي سجدو ڪرڻ وارا آهيون. ملائڪ هي به چوندو آهي ته جهڙي طرح اسان تنهنجي پيءُ جي خدمت ڪئي تنهنجي به خدمت ڪريون ٿا ۽ نيڪ رستو ٻڌائي توکي مخدوم بنائڻ چاهيون ٿا ۽ ملائڪ هيءُ به چوندو ته اها شيطان جي جماعت تنهنجي پيءُ جي به دُشمن هئي ۽ ڪيس سجدي ڪرڻ کان روڪيو هو. تو اسان جو چوڻ نه مڃيو ۽ شيطان جو چوڻ مڃيو. اڳ ۾ تو اسان کي ڪونه ڏٺو هو ۽ آواز ٻڌو هو، هاڻي آواز سان آواز ملائي اسان کي سڃاڻي وٺ. اسين اهي ئي آهيون يا نه؟ اونده ۾ جيڪڏهن ڪو توهان سان ڳالهائي ٿو ته ڏينهن جو اُن جي آواز سان اُن کي سڃاڻي وٺو ٿا ته رات جو ڳالهائڻ وارو اهو ئي شخص هو. رات ۾ جيڪو شخص ڳالهائي ٿو ڏينهن جو ان جو آواز سڃاڻي مُتعين ڪري وٺو ٿا ته انهن ٻنهين مان فلاڻي ڳالهه فلاڻي شخص چئي ۽ فلاڻي ڳالهه فلاڻي شخص چئي هئي. رات جو جيڪڏهن شينهن ۽ ڪُتي جو آواز ٻڌو ٿا ته ڏينهن جو ٻنهين جو آواز ٻڌي سُڃاڻي وٺو ٿا ته رات وارو فلاڻو آواز شينهن

جو هو ۽ فلاڻو ڪُتي جو. ڳالهہ جو خلاصو هي نڪتو تہ انسان نيڪي ۽ بدي ڪرڻ ۾ بااختيار آهي، مجبور نہ آهي. اهو اختيار لِڪل هوندو آهي. مقصد جي سامهون اچڻ تي اُن اختيار ۾ وڌيڪ طاقت اچي ويندي آهي. استاد ٻار کي مختار سمجهي غلطيءَ تي ماري ٿو. پٿر جيئن تہ بلڪل مجبور آهي تنهن ڪري ان کي ڪوبہ نٿو ماري. پٿر کي مجبور سمجهي نہ ڪو شخص ان کي حڪم ڏئي ٿو ۽ نہ ان کي سزا جو مستحق سمجهي ٿو. غور ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ جبر جو عقيدو تہ قدر جي عقيدي کان بہ بدتر آهي ڇاڪاڻ تہ جبر جي عقيدي جي بنياد تي انساني فعل جو انڪار لازم اچي ٿو، جيڪا محسوس شيءِ آهي تہ، جڏهن جبري پنهنجي هڪ محسوس جو مُنڪر آهي. قدري شخص جيڪو پنهنجو پاڻ کي خودمختيار مڃي ٿو ۽ الله تعاليٰ جو ٻانهي کي اختيار عطا ڪرڻ جو مُنڪر آهي اهو الله جي هڪ فعل جو مُنڪر آهي ۽ اها حِسي شيءِ نہ آهي. قدري شخص جيڪو الله تعاليٰ جي ٻانهي کي اختيار عطا ڪرڻ جو مُنڪر آهي اهو فقط هڪ نظري دليل جي نتيجي جو مُنڪر آهي. جبري عقيدي جو نتيجو هي آهي تہ اهو چوي ٿو تہ دونهون موجود آهي پر باهہ جي ڪري نہ آهي اهو خودبخود پيدا ٿي ويو آهي. ميڻ بتيءَ جو نور آهي پر اهو ميڻ بتيءَ جي ڪري نہ آهي، خود بخود موجود ٿي ويو آهي. جبري محسوس جو انڪار ڪري ٿو تہ جڏهن باهہ کي ڏسندي باهہ جي وجود جو انڪار ڪري ٿو. ڪپڙو باهہ ۾ سڙي رهيو آهي ۽ هو باهہ جو انڪار ڪري ٿو. ڏاڳي سان ڪپڙو سِبجي رهيو آهي پر هي ڏاڳي جو انڪار ڪري ٿو. جبر جو عقيدو تہ سوفسطائي عقيدي تي مبني آهي جيڪو شين کي موجود نٿو مڃي، هو شين جي وجود کي وهم ۽ خيال چوي ٿو ۽ اهو سوفسطائي عقيدو دهرين جي عقيدي کان بہ بدتر آهي.

دهريو اختياري حالت ۾ جهان کي موجود مڃي ٿو. هو خدا جو مُنڪر آهي پر اضطراري حالت ۾ خدا کي بہ سڏڻ لڳندو آهي پر سوفسطائي عالم ۽ جهان جي وجود جو ئي مُنڪر آهي. دنيا جا سڀ انسان، انسان جي اختيار جا قائل آهن انهيءَ ڪري هڪ ٻئي کي حڪم ڏين ۽ روڪين ٿا. جيڪڏهن مخاطب کي مختار نہ سمجهجي تہ حڪم نہ ڏجي ها ۽ منع نہ ڪجي ها. جبري هي چوي ٿو تہ حڪم ڏيڻ ۽ روڪڻ سڀ غلط آهي. انسان کي ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ ۾ ڪو اختيار حاصل نہ آهي. اهي حيوان بہ حِسّ جا قائل آهن پر جبري ان جو انڪار ڪري ٿو.

قدري جيڪو ٻانهي کي مختار مطلق قرار ڏئي ٿو، اهو دليل جهڙي دقيق شيءِ جو مُنڪر آهي، انهيءَ ڪري جبري قدريءَ کان بي عقليءَ ۾ وڌيل آهي. انسان جو مختار هجڻ بلڪل حسي شيءِ آهي انهيءَ ڪري اهو مڪلف قرار ڏنو ويو آهي.

**باطني احساس ۽ حس جي اهميت**

درکِ وجدانی بجائے حِسّ بُود

ہر دو در یک جدول اے عم میرود

ترجمو: ”باطني احساس حس جي برابر آهي، اي چاچا! ٻئي هڪ گول ۾ وڃن ٿا.“

عِلم وجداني اهو علم جيڪو وجدان جي ذريعي حاصل ٿئي. وجدان نفس ۽ ان جي باطني قوتن کي چيو ويندو آهي. مولانا رومي جي فرمائڻ جو خلاصو هي آهي تہ ڪجهہ معلومات اها آهي جيڪا بذريعہ وجدان انسان کي حاصل ٿيندي آهي جيئن مجبور هجڻ، مضطر هجڻ يا ڪاوڙ ۽ صبر ڪرڻ ۽ ڪجهہ معلومات اها آهي جيڪا حواسن جي ذريعي حاصل ٿيندي آهي جيئن ڪنهن شيءِ جو ننڍو وڏو هجڻ يا ڪارو مِٺو هجڻ وغيره. وجداني معلومات حواسن جي ذريعي حاصل ٿيندڙ معلومات جهڙي آهي بلڪ وجدانيات محسوسات کان وڌيڪ آهي. ڇاڪاڻ تہ محسوسات جو ذريعو حواس آهن ۽ حواس انسان معطل ڪري سگهي ٿو پر وجدان کي معطل ڪرڻ ممڪن نہ آهي. جيڪو شخص ڪنهن وجداني معلومات جو انڪار ڪري تہ اِهو محسوس جي انڪار وانگر آهي بلڪ اِن کان بہ وڌيڪ بي وقوفي

آهي. اِن لحاظ کان جبريہ فِرقو جيڪو انسان جي اختيار جو مُنڪر آهي جيڪو وجداني شيءِ آهي، قدريہ فرقي کان وڌيڪ بي وقوف آهي. انسان جو هي چوڻ تہ سياڻي هيئن ڪندس. اي پيارا! اِهو اختيار جو دليل آهي. قرآن ۾ جيتري قدر امر نهي آهن اِهي سڀ انسان جي اختيار جي بنياد تي آهن. پٿر پِٽر جن کي ڪو اختيار نہ آهي انهن کي نہ ڪو حڪم ڏئي ٿو ۽ نہ انهن کي ڪنهن ڪم کان روڪي ٿو. جن شين ۾ اختيار نہ آهي انهن کي حڪم نہ ڏنو ويندو آهي. چَنگ جي تصوير ۾ وچڻ جو اختيار نہ آهي تہ ڪوبہ ان کي نٿو وڄائي. جنهن غلام جا هٿ پير ٻڌل آهن تہ ان کي جنگ ۾ ڪو نيزي بازي جو حڪم نٿو ڏئي. الله تعاليٰ جنهن ستارا ۽ آسمان بنايو ان کان هي جاهلاڻو ڪم ڪيئن صادر ٿي سگهي ٿو تہ اهو غير مختيار کي حڪم ڏئي يا منع ڪري. جَبري جو اهو خيال آهي تہ جيڪڏهن نفس ۽ شيطان کي مشيتِ خداوندي جي تابع نہ مڃيو وڃي تہ پوءِ الله تعاليٰ جو عِجز ۽ مغلوبيت تسليم ڪرڻي پوندي پر انسان کي مجبور قرار ڏيئي هُن الله تعاليٰ کي جاهل ۽ بي وقوف ٺهرايو، جو اختيار نہ هوندي اِهو امر ۽ نَهي ڪري ٿو. جيڪڏهن انسان کي مختيار مڃيو وڃي تہ الله تعاليٰ جو عجز لازم نٿو اچي ڇاڪاڻ تہ ٻانهي جو اختيار مَشيت جي تابع آهي. جيڪڏهن بالفرض لازم بہ اچي تہ ٻانهي جي غير مختيار هجڻ جي صورت ۾ خدائي امر ۽ نهي سان جيڪو خدا جو جهل ۽ بي وقوفي لازم اچي ٿي اِها ان کان بہ وڌيڪ بدتر آهي. بزرگ رومي ۽ ڪُتي ۽ اچڻ واري مهمان جي تشبيهہ ڏيئي سمجهايو آهي تہ الله تعاليٰ ٻانهي کي اهڙا رستا ٻڌايا آهن جو شيطان جو انهن ۾ ڪو دخل نہ آهي. ٻانهو انهن رستن کي پنهنجي اختيار سان ڇڏي ٿو، تڏهن شيطان جي مداخلت شروع ٿي ويندي آهي، ان صورت ۾ انسان تي نہ الله جي طرفان جبر آهي ۽ نہ شيطان جي طرفان ۽ نہ شيطان تي جبر آهي. شيطان الله جو هڪ ڪُتو آهي ۽ اهو انهن کي ڏاهيندو آهي جيڪي الله جي ٻُڌايل رستي تي نٿا هلن. انسان الله جي ٻڌايل رستي تي هلندو تہ شيطان انسان جو ڪجهہ بہ نہ بگاڙي نہ سگهندو. مهمان غلامن وانگر تُرڪ جي تنبوءَ ۾ ايندو تہ ڪتو ان کي نہ ڪائيندو. انسان غلط رستو اختيارَ ڪري تہ شيطان کان تڪليف پهچندس، جبريہ جي عقيدي مطابق جيڪڏهن انسان مجبور آهي تہ پوءِ خطاوار تي ناراضگي ڇو ٿي ٿئي؟ جيڪڏهن ڇت جي ڪاٺيءَ کان تڪليف پهچي ٿي تہ انسان ان کي غيرمختيار سمجهي ڪڏهن ان تي ڪاوڙ نٿو ڪري، جنهن شيءِ ۾ اختيار نہ آهي جيڪڏهن ان کان ڪو نقصان پهچي ٿو تہ انسان کي ڪڏهن ڪاوڙ نٿي اچي. جبريہ شخص ٻارن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ ٻارن کي ماري ٿو. اهو جبري انسان وڏن کي بہ اختيار کان آجو سمجهي ٿو. اهڙي شخص جو جڏهن مال چوري ٿئي ٿو، تہ هو چور کي گرفتار ڪرائيندو آهي. جبري انسان جي زال کي جيڪڏهن ڪو بدنظر وجهي ٿو تہ ڪيس ڪاوڙ اچي ٿي. ان مان معلوم ٿيو تہ اِهو چور ۽ بدنظر کي مختار سمجهي ٿو. پاڻيءَ جي سيلاب ۽ هوا تي جبري کي ڪاوڙ نٿي اچي، ڇاڪاڻ تہ هو سمجهي ٿو تہ اِهي شيون اختيار کان خالي آهن. جبري جو ٻين تي ڪاوڙ ڪرڻ هن جو دليل آهي تہ اهو انهن کي مختار سمجهي ٿو. اُٺ هي سمجهي ٿو تہ لٺ ۾ اختيار ۽ ارادو نہ آهي پر مارڻ واري ۾ آهي انهيءَ ڪري اهو مارڻ واري تي حملو ڪندو آهي. ڪتو بہ پِٽر تي ڪاوڙ نٿو ڪري پر پِٽر هڻڻ واري تي ڪاوڙ ڪري ٿو. جيڪڏهن پِٽر تي ان جي ڪاوڙ آهي تہ حقيقت ۾ اِها مارڻ واري تي ڪاوڙ آهي، جيڪا ان جي پري هجڻ جي ڪري پِٽر تي پوري ڪندو آهي. جڏهن تہ اٺ ۽ ڪُتو بہ انسان کي مختار سمجهي ٿو تہ جبري کي اِن عقيدي کان شرم ڪرڻ گهرجي. جبريءَ جو مثال ان شخص جهڙو آهي جيڪو اَسر واري ڪاڏي جي لالچ ۾ صبح صادق ۽ سج کان منهن موڙي ڇڏي. انسان جو حرص سج کي مخفي ڪري ڇڏيندو آهي. دليل کي مخفي ڪرڻ تہ آسان آهي.

**پنهنجي ڪارگذاريءَ کي خدا جي تقدير چوندڙ چور جي حڪايت**

هن حڪايت جو مقصد هي آهي تہ ٻانهي کي پنهنجي فعلن تي اختيار حاصل آهي. تقدير خداوندي انساني اختيار کي فعل جو سبب بنائيندي آهي، اختيار کي سلب ڪونہ ڪندي آهي.

گفت دزدے شحنہ راکاے پادشاہ
آنچہ کردم بود آں حکم آلہ

ترجمو: ”هڪڙي چور چوڪيدار کي چيو ته اي حاڪم! مون جيڪي ڪجهه ڪيو اِهو خدا جو حڪم هو.“

چوڪيدار چيو: اي منهنجا پيارا! آئون جيڪي ڪجهه ڪري رهيو آهيان، توکي سزا ڏئي رهيو آهيان اهو به خدا جو حڪم آهي. جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن دڪان تان سبزي واري ڪان موري چورائي ته ڇا اِهو به خدا جو حڪم آهي؟ هُو چور کي مارڻ لڳو ۽ چئي رهيو هو ته اها به خدا جي تقدير آهي.

جڏهن سبزي وڪڻڻ واري وٽ اهو عذر مقبول نه آهي ته پوءِ ان پروسي تي گناهن جو ارتڪاب ڪرڻ ڪيتري قدر بي وقوفي آهي. تون ان عذر جي پروسي تي جنهن جي نتيجي ۾ نانگ ۽ وڇون ڏنگيندا. جبري عقيدي مطابق تنهنجو سڀ ڪجهه ڪٽي ڪري عذر ڪري سگهجي ٿو ۽ ڪٽڻ وارو پنهنجو پاڻ کي مجبور ظاهر ڪري آجو ٿي سگهي ٿو. گناهه جي سلسلي ۾ جيڪڏهن حُڪم حق چئي ڪري عذر ڪري سگهجي ٿو ته پوءِ مونکي به اهو عذر سيکار، منهنجي دل ۾ به گناهن جي تمنا آهي ۽ الله تعاليٰ جي دپ ۽ خوف کان آئون نه ڪري سگهيو آهيان. ائين ڪرڻ سان تنهنجي وڏي مهرباني ٿيندي ۽ مون مجبور کي آزادي ملي ويندي. انسان پنهنجي لاءِ ڪو ڏنڊو اختيار ڪندو آهي اِهو اُن جي اختيار جو دليل آهي. جبري انسان نفساني خواهش جو ارادو ڪري ته ويهن انسان جو اختيار ان ۾ اچي وڃي ٿو. جيڪڏهن اُن جي هڪ رتيءَ جو نقصان ڪري ٿو ته لڙائي جو اختيار پوري بدن ۾ پکڙجي وڃي ٿو. جنهن وقت خدا جي اطاعت ۽ عبادت جو معاملو اچي ٿو ته پوءِ جبري چوندو آهي ته آئون مجبور آهيان. پٿر کان به وڌيڪ پاڻ کي غيرمختار ظاهر ڪندو آهي. جڏهن جهنم جي باهه ۾ سڙندو ته اها باهه به چوندي ته آئون ساڙڻ لاءِ مجبور آهيان. جبريءَ جي اِن عذر کي دنيا ۾ ڪنهن تسليم نه ڪيو ۽ اِهو سزا وقت جلاد جي هٿان ان عذر جي بنياد تي بچي نه سگهيو ۽ دنيا جو نظم ان انصاف سان قائم آهي ته جبريءَ جو عذر نه قبول ڪيو وڃي ته آخرت کي به ان تي قياس ڪرڻ گهرجي.

## جبري جي جواب ۾ اختيار ثابت ڪرڻ ۽ حڪم ڏيڻ جي باري ۾ حڪايت

آں یکے میرفت بالائے درخت
می فشاند او میوہ را دزدانہ سخت

ترجمو: ”هڪ شخص وڻ تي چڙهيو ۽ چورن وانگر گهڻا ميوا ڇاڻڻ لڳو.“

باغ وارو آيو ۽ چوڻ لڳو: اي ڪميڻا، تو کي شرم نٿو اچي؟ تون ڇا ڪري رهيو آهين؟ ميوا پٽڻ واري چيو ته باغ خدا جو آهي ۽ آئون خدا جو ٻانهو آهيان. الله مون کي ڇُوهارا عطا ڪيا آهن. تو جاهلن وانگر مونکي ڇو ملامت ڪرين ٿو. تون خدائي دسترخوان تي بُخل ڪرين ٿو. باغ واري پنهنجي نوڪر کي گهرايو ته رسو ڪٽي اچ آئون هن کي ان جو جواب ڏيندس. باغ واري رَسي سان ڪيس وڻ ۾ ٻڌي مارڻ شروع ڪيو. ميوا پٽڻ واري چيو ته تون خدا جو خوف ڪر، مون بي گناهه کي ڇو ٿو مارين؟ باغ واري چيو ته لٺِ به خدا جي آهي، آئون به خدا جو ٻانهون آهيان، تنهنجي چيلهه ۽ پُنا به خدا جا آهن. آئون توکي الله جي حڪم سان ماري رهيو آهيان ته ان ۾ ڪهڙي بُرائي آهي؟ ان تي اهو جبري چور توبه ڪرڻ لڳو ۽ ٻانهي جي اختيار جو قائل ٿي ويو. قدريه جي عقيدي جي خلاف مولانا فرمائي ٿو ته ٻانهي جو اختيار به خدا جو عطا ڪيل آهي. ٻانهي جو اختيار ظاهر ٿئي ٿو ۽ الله تعاليٰ جو اختيار پوشيده ۽ لِڪل آهي. جبريه جي عقيدي خلاف مولانا روايت فرمائي ٿو ته سيني احڪامن ۽ حدن جو مدار اختيار تي آهي، جيڪو

ٻانهي کي حاصل آهي، انهيءَ ڪري امام جعفرؓ فرمايو آهي تہ لَاجَبْرَ وَلَاقَدْرَ وَلَاكِنْ اَمْرُهَا بَيْنَ اَمْرَيْنَ يعني نہ تہ انسان مجبور آهي، نہ سراسر مختار پر معاملو وچ ۾ آهي. انهيءَ ڪري الله جي صفت خاص نہ آهي. الله تعاليٰ جي صفت خاص آهي تہ اهو مختار هجي، بغير ڪنهن سهاري جي پاڻ ان جي اختيار کي اُن جي زنجير بنائي ڇڏيندو آهي ۽ ان کي ڦاسائيندو آهي. الله تعاليٰ جي صفتِ خاص آهي تہ اهو انسان کي خود ان جي اختيار سان بغير ڪنهن اوزار جي شڪار ڪندو آهي. واڍو ڪاٺيءَ تي حاڪم بنجي ويندو آهي، مصّور تصوير جو حاڪم بنجي ويندو آهي، لوهار لوهہ تي حاڪم آهي، رازو اوزارن ۽ پٿ تي حاڪم آهي. جيڪڏهن غير مختار ٻانهن تي الله جي حڪومت هجي تہ اُن ۾ ڪا نُدرت نہ آهي، نُدرت تہ هي آهي تہ ٻانهو مختار هوندي بہ اُن جي اختيار جو غلام آهي. جيڪا شيءِ ماهيت جي لوازمن مان آهي اها ماهيت کان ڄُدا ڪونہ ٿيندي آهي. جمادات جو بي اختيار هجڻ انهن جي ماهيت جي لاءِ لازم آهي. اهڙيءَ طرح انسان جو بااختيار هجڻ ان جي ماهيت جي لاءِ لازم آهي. انسان جي جمادات تي قدرت ۽ طاقت جمادات جي بي اختيار هجڻ کي سلب نٿي ڪري. اهڙي طرح الله تعاليٰ جو اختيار ۽ قدرت انسان جي اختيار کي فنا نٿي ڪري. انساني افعالن ۾ انسان جي مشيت ۽ ارادي کي بہ دخل آهي، جيڪو مشيت خداوندي جي تابع آهي وَمَا تَشَآءُوْنَ اِلَّآ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ (التڪوير:29) ”۽ توهان نٿا چاهيو پر اهو جيڪو الله چاهي.“ جيڪڏهن توهان اهڙا نہ هوندا تہ الله تعاليٰ ڏانهن جبر ۽ گمراهہ ڪرڻ جي نسبت ٿي ويندي. جڏهن جبري اهو چوي ٿو تہ منهنجو ڪفر ڪرڻ الله تعاليٰ جي مشيت سان آهي تہ ڪفر ڪرڻ جو اُن اقرار ڪيو ۽ ڪفر اهو آهي جيڪو انسان پنهنجي ارادي ۽ اختيار سان ڪري. پنهنجي ارادي سان الله جو انڪار ڪرڻ ڪُفر آهي. اختيار کان سواءِ انڪار ڪرڻ ڪفر نہ آهي. پوءِ انسان پنهنجي ڪفر جو اقرار ڪري ۽ پنهنجو اختيار نہ مڃي تہ اهي ٻئي متضاد ڳالهيون آهن. عاجز کي حڪم ڏيڻ خراب ڳالهہ آهي، خدا ان کان پاڪ ۽ آجو آهي. ڍڳي کي هر ڇڪڻ جو اختيار حاصل آهي تنهنڪري هَرُ نہ ڇڪڻ تي مار ڪائيندو آهي. نہ اُڏامي تہ ڪوبہ اُن کي نٿو ماري. لغو ۽ بيڪار ڪم ۾ جڏهن ڍڳي کي معذور نٿو سمجهيو وڃي تہ ان جي مالڪ کي ڪيئن معذور سمجهي سگهجي ٿو. جبري معذور آهي. اهو غلط طريقي تي عُذر ڪري ٿو. ها، جڏهن انسان مجاهدن جي ذريعي فنا في الله جو مقام حاصل ڪري وٺندو آهي تہ پوءِ بيشڪ اهو بي اختيار ٿي ويندو آهي، جڏهن اهو وحدت جو شراب پي ڪري مست ٿي ويندو آهي تڏهن معذور سمجهيو ويندو آهي پر شرابِ معرفت جو مست غلط ڪم ڪونہ ڪندو آهي. فرعون جا جادوگر شرابِ معرفت جا مست ٿي ويا هئا ۽ پوڻ لڳا هئا تہ اسان کي هٿن پيرن جي ڪٽجڻ جو ڪو فڪر نہ آهي. جادوگرن چيو هو تہ اسان جا اصل هٿ پير شرابِ معرفت آهن. اهي جسماني هٿ پير بي حقيقت آهن. جڏهن شرابِ معرفت دماغ تي چڙهندو آهي تڏهن دل ۾ لهي ويندو آهي.

قول بنده ایش شاء الله کان

بهر آں نبود کہ تنبل شودراں

ترجمو: ”ٻانهي جو اِهو چوڻ تہ خدا جيڪي چاهيو سو ٿيو، اِن ڪري نہ آهي تہ تون ڪاهلي ۽ سستي ڏيکارين.“ اڳ ۾ هي ٻڌايو هو تہ ٻانهي جي فعل ۾ اُن جي مشيت جو دخل آهي. بظاهر ماشاء الله ”جيڪي الله چاهيو“ ان جي مخالف ٿئي ٿو، انهيءَ ڪري بزرگ روميؒ ان جي معنيٰ سمجهائي ٿو. جيڪڏهن انسان کي هيءُ چيو وڃي ٿو تہ هر ڪم تنهنجي منشا مطابق ٿي ويندو تہ اُن وقت انسانِ خدا جي اطاعت ۽ بندگي ۾ سُستي ڪندو. جڏهن هيءُ چيو ويو تہ جيڪو خدا چاهي ٿو اهو ٿيندو آهي تہ انسان اُن جي دربارِ جا چڪر ڪاٽيندو آهي. جيڪڏهن بادشاهي اعلان ٿي وڃي تہ هر معاملي ۾ وزير خودمختيار آهي تہ سيئي انسان اُن جي اڳيان پويان ٿيندا. اُن جي محل کان گريز ڪرڻ ان جي مدد طلب ڪرڻ نہ ٿيندي. جبريءَ ان جو ابتو مطلب سمجهيو ۽ عبادتن ۾ سُست ٿي ويو. جيڪڏهن هي اعلان ٿئي

تہ فلاڻي سردار جو حڪم هلندو تہ ان جو مطلب هي آهي تہ فقط ان جي صحبت اختيار ڪر ۽ اُن جي اڳيان پويان ٿيءُ! اهو توکي دشمن کان بچائيندو، جيڪو تون چاهيندين توکي ملندو. ان جو مطلب هي نہ آهي تہ اهو حاڪم آهي انهيءَ ڪري اُن جي ويجهو بہ نہ وڃ. قرآن ۽ حديث جي اها معنيٰ معتبر آهي جيڪا ٻانهي کي سرگرم عمل بنائي. جيڪڏهن اها معنيٰ سُست ۽ ڪاهل بنائي ٿي تہ اها تحريف آهي. "ماشاء الله ڪَانَ" سرگرم عمل ڪرڻ جي لاءِ آهي. قرآن جون هڪڙيون آيتون ٻين جي تشريح هونديون آهن. تنهن ڪري هڪ آيت جو تفسير ٻي آيت جي روشنيءَ ۾ هجڻ گهرجي يا اُن عالم کان ڪرايو وڃي جنهن هوا ۽ هوس کي ساڙي ڇڏيو هجي. اهو عالم قرآن تي قُربان ٿي ويو هجي ۽ ان جو روح مُجسّم قرآن بنجي ويو هجي. هاڻي اُن عالم ۽ قرآن ۾ اها ئي نسبت هوندي جيڪا گُلن جي رس ۽ گُلن ۾ آهي، جو ٻنهين کي سُنگهڻ برابر آهي. جيڪڏهن سرگرم عمل ڪرڻ واري معنيٰ توتي ظاهر نہ ٿي آهي تہ اُن جي تلاش ڪر.

**تقدير جي قلم جو هر نندي وڏي ڳالھ لکي ڇڏڻ ۽ بعد ۾ اُن جو سُڪي وڃڻ**

*هم چنين تاويلِ قد جَفَّ القلم*

*بهر تحريض ست بر شُغلِ اهم*

ترجمو: "اهڙي طرح "بيشڪ قلم سُڪي ويو آهي" جي تاويل اهم ڪم جي ادائيگيءَ لاءِ آيارڻ آهي."

قلم جي لکڻ جي معنيٰ هيءَ آهي تہ هر ڪم جو تاثير اُن جي مناسبتِ سان تحرير ڪيو اٿس. قلم هي لکي ڇڏيو آهي تہ جيڪڏهن تون ٽيڏائي اختيار ڪندين تہ نتيجو بہ ٽيڏو هوندو ۽ سچائي اختيار ڪندين تہ ان مان سعادت پيدا ٿيندي. قلم لکي ڇڏيو آهي تہ ظلم جو نتيجو بدبختي آهي، عدل جو نتيجو راحت آهي، چوري جو نتيجو هٿ ڪٽڻ آهي، شراب پيئڻ جو اثر مستي آهي.

جيڪڏهن جَفَّ القلم جي معنيٰ هيءَ هجي تہ الله تعاليٰ سڀ ڪجھ ازل ۾ لکي ڇڏيو آهي ۽ هاڻي ان جي قدرت هيٺ ڪجھ بہ نہ آهي تہ گويا هاڻي خدا خدائي کان معزول ٿي ويو آهي! ان جو نتيجو هي نڪرندو تہ الله تعاليٰ هي فرمائي ٿو تہ اي ٻانها! تون هاڻي مون وٽ نہ اچ، هاڻي ڪم منهنجي ڪنٽرول کان ٻاهر آهي. جَفَّ القلم جي صحيح معنيٰ هيءَ آهي تہ الله تعاليٰ لکي ڇڏيو آهي تہ انصاف ۽ ظلم برابر نہ آهن هيءَ معنيٰ بہ آهي تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ مون خير ۽ شر ۾، بد ۽ بدتر ۾ فرق ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن تو ۾ تنهنجي دوست جي پيٽ ۾ نيڪي ذرو ڪن بہ وڌيڪ آهي تہ ان کي خدا ڄاڻي ٿو ۽ اهو ان ذري جو بدلو ڏيندو جيڪو جبل جيڏو هوندو. جنهن بادشاھ جي دربار ۾ امين ۽ ظالم ۾ فرق نہ هجي يا اهو شخص جيڪو اُن جي ڊپ کان ڏڪي ٿو ۽ اهو شخص جيڪو اُن جي برائي تي طعنہ زني ڪري ٿو، ٻئي ان جي دربار ۾ برابر هجن تہ اهڙي بادشاھ جي منهن ۾ ڌوڙ پوي. حقيقي خدا تہ اهو آهي جنهن جي تارازيءَ ۾ ذرو ذرّو توريو وڃي ٿو. اهو تہ دنياوي بادشاهن جو طور طريقو ٿيو جو ڪو شخص سچي زندگي اطاعت ڪري ٿو پر هڪ چُغل خور اُن جي سچي پلائي برباد ڪرائي ڇڏيندو آهي. دانا ۽ بينا خدا جي دربار ۾ اهو ممڪن نہ آهي تہ ڪو چُغل خور چُغلي هڻي سگهي. چُغل خور شيطان وغيره اُتان مايوس ٿيڻ ڪانپوءِ اسان وٽ اچي اسان کي پلائين ٿا ۽ بادشاھ جو ظلم بيان ڪن ٿا ۽ چون ٿا تہ اُن سڀ ڪجھ اڳ ۾ ئي لکي ڇڏيو آهي. هاڻي اُن سان وفاداري ڇو ٿا ڪريو. چُغل خور شيطان جو جواب هيءُ آهي تہ جَفَّ القلم جي اها معنيٰ نہ آهي تہ جفا ۽ وفا برابر آهن، وفاداريءَ مان ڪو فائدو نہ آهي پر معنيٰ هيءَ آهي تہ جفا ۽ ظلم جو بدلو جفا ۽ ظلم آهي ۽ وفا جو بدلو وفا آهي. شُبهو ٿئي ٿو تہ جڏهن الله تعاليٰ گنهگارن کي بہ معاف ڪري ڇڏيندو تہ پوءِ اطاعت ۽ نافرماني برابر آهن! بزرگ روميءَ جواب ڏنو آهي تہ معافي تہ ملي ويندي پر اهي انعام حاصل ڪونہ ٿيندا جيڪي نيڪوڪارن کي ملندا. چور جي معافيءَ جو

اهوئي مطلب هوندو آهي ته ان جي جان بچي ويئي پر ڪيس وزير ۽ خزانچيءَ جو مرتبو ته حاصل ڪونه ٿيندو. اي امين الدين! الله وارا، هلي اچ ڇاڪاڻ ته امانت جي ڪري تاج ۽ جهنڊو رونما ٿيو آهي. امين الدين مان مراد شيخ حسام الدين آهي يا هر اهو مجتهد جيڪو شريعت جو امين آهي يا مولانا جي دور جو هڪ وزير. جيڪڏهن بادشاهه جو پٽ بادشاهه جو بدخواه هجي ته اهو گردن زدني ۽ ڪند ڪٽڻ جي برابر آهي ۽ جيڪڏهن معمولي غلام وفاداري ڪري ٿو ته ان جو نصيب اُن کي مبارڪباد ڏيندو آهي. غُلام ته درڪنار پر ڪتو به وفاداري ڪندو آهي ته آقا جي دل ۾ اُن جي لاءِ سوين نيڪ تمنائون پيدا ٿي ويندیون آهن. وفاداري جيڪڏهن ڪتو به ڪندو آهي ته مالڪ اُن جو منهن چمندو آهي ۽ جيڪڏهن شينهن وفاداري ڪري ته پوءِ اُن جي ڪاميابيءَ جو ڪهڙو ٺڪاڻو هوندو. اڳ ۾ بزرگ فرمايو هو ته چور کي معاف ته ڪيو ويندو پر اُن کي اوچو مقام حاصل ڪونه ٿيندو، هاڻي ان کان استثناء ڪري ٿو ڇاڪاڻ ته ڪِن چورن کي وڏا مقام حاصل ٿيا هئا، جيئن حضرت فُضيل بن عياض چور هو پوءِ توبهه تائب ٿيو. اولياء الله ۾ اُن جو شمار ٿيو. اهڙي طرح فرعون جا جادوگر توبهه ڪانپوءِ ڪامل بنيا، صبر ۽ وفاداريءَ سان فرعون جو ڪارو مُنهن ڪيائون، الله جي رحمت ۾ هٿ ۽ پير ڪٽرايائون. اهو مقام سو سالن جي عبادتن سان به مشڪل سان هٿ ايندو آهي. عام انسان پنجاهه سال عبادت ڪري ٿو پر انهن جادوگرن جي سچائي اُن کي حاصل نٿي ٿئي.

**وزير جي غلامن کي ڏسي حيران ٿيندڙ فقير جي حڪايت**

هن حڪايت ذريعي هيءُ هدايو ويو آهي ته جهڙي طرح بادشاهن جا سڀ غلام برابر نه آهن، اهڙي طرح الله جا سڀ غلام به برابر نه آهن. اخلاص جي لحاظ کان وڏو فرق آهي.

آں یکے گستاخ رُو اندر ہرے

چوں بدیدی اُو غلام مہترے

ترجمو: ”هرات ۾ هڪ گستاخ وات ڦاٽوڙي هڪ سردار جي غلام کي ڏٺو.“

غلام کي اطلس جو لباس ۽ چيلهه تي سون جو پٽو ٻڌل هو. هو ڪيڏانهن وڃي رهيو هو ته گستاخ شخص آسمان ڏانهن مُنهن ڪري چيو: اي خدا! تون هِن احسان ڪرڻ واري آقا کان غلام رکڻ جو نٿو سکين. اي خدا، بنده پروري اسان جي شهر جي رئيس کان سِک! اهو درويش اهل الله مان هو پر اُن وقت جي حالت ڪيس مجبور ڪيو ۽ هو الله جي تقرّب جي پروسي تي اهو چئي ويٺو. ڪي مقرّب بارگاه خصوصي جي رحم ۽ ڪرم جي بنياد تي اهڙي گستاخي ڪري وهندا آهن. عوام جي لاءِ اهڙي طرح جي ڳالهه مناسب نه آهي. عميد جي عطا ۽ بخشش کان الله تعاليٰ جي عطا افضل آهي. الله تعاليٰ اُن درويش کي ان وقت جواب ڪونه ڏنو. جڏهن هو عميد بادشاهه جو معتوب ٿيو تڏهن غيبي هاتف جواب ڏنو. هڪڙي ڏينهن بادشاهه اُن تي تهمت لڳائي ۽ اُن جا هٿ پير ٻڌا ۽ سزا ڏني. عميد جا غلام، عميد جا ايتري قدر وفادار ثابت ٿيا جو سزائون برداشت ڪيائون پر عميد جو راز نه کوليائون. عميد انهن کي چيو ته آقا جو خزانو جلد ڏيکاريو. اي ڪميڻو! ان جو راز مون کي ٻڌايو ورنه آئون توهان جو گلو ۽ زبان ڪپي ڇڏيندس. هڪ مهيني تائين انهن کي سزا ڏنائين. رات ۽ ڏينهن تڪليف ۾ هئا. انهن جا ٽُڪرا ٽُڪرا ڪيائين پر ڪنهن هڪ غلام به همت ڪري آقا جو راز ڪونه کوليو.

هاڻي الله تعاليٰ جي طرفان اُن درويش کي جواب مليو ته الله تعاليٰ عميد کان غلام پروري ڇا سکندو، تون عميد جي غلامن کان بندگي سک. انسان جهڙو ڪندو اهڙو ڀريندو. انسان جا جهڙا عمل هوندا آهن اهڙا ئي نتيجا سامهون ايندا آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي ته وَ مَآ اَصَابَكُمْ مِّنْ مُّصِيْبَةٍ فَبِمَا كَسَبَتْ اَيْدِيْكُمْ وَ يَعْفُوْا عَنْ كَثِيْرٍ﴿۳۰﴾ (الشوريٰ:30) يعني جيڪا مصيبت توهان تي اچي ٿي اها توهان جي آندل آهي. سنتِ الاهي ۾ تبديلي نٿي ٿي سگهي. فَلَنْ تَجِدَ

لِسُنَّتِ اللّٰهِ تَبۡدِيۡلًا (فاطر:43) قرآن پاڪ ۾ آهي تہ هَلۡ جَزَآءُ الۡاِحۡسَانِ اِلَّا الۡاِحۡسَانُ (الرحمٰن:60) تون ڪم ۾ لڳو رھ حقيقي بادشاھ زنده آهي. جيستائين تون ديو آهين (نفس اَمَّاره) اُن جي تلوار ڪٽيندڙ آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اِنَّ اَوۡلِيَآءَ اللّٰهِ لَا خَوۡفٌ عَلَيۡهِمۡ وَلَا هُمۡ يَحۡزَنُوۡنَ (يونس:62) "جيڪي الله جا دوست آهن انهن تي نہ ڪو خوف آهي ۽ نہ اهي غمگين ٿيندا"، ڇاڪاڻ تہ نيڪن کي عذاب کان امن حاصل آهي. سزا جو حڪم شيطان صفت جي لاءِ آهي. جڏهن انسان ملڪوتي بنجي وڃي تہ پوءِ راحت ئي راحت آهي. اهو جبر مذموم جو عقيدو آهي جيڪو ترڪِ اطاعت پيدا ڪري ٿو. اُن کي ڇڏي فنا جو درجو اختيار ڪر. جڏهن توکي جبر محمود جو پتو پوندو ۽ معلوم ٿيندو تہ توکي اختيار خداوندي حاصل آهي ۽ تنهنجو هر عمل اختيار خداوندي سان صادر ٿيندو آهي، ڪاهلن ۽ سستن جي جماعت جي جبر کي ڇڏي ڏي معشوق وارو ناز ڇڏي عاشق وارو نياز پيدا ڪر. تون پنهنجي سُريلي تقرير تي ناز پيو ڪرين جيڪا معنيٰ کان بلڪل خالي آهي ۽ تون پنهنجي اهڙين تقريرن سان خريدار ڳولين ٿو. اهي تنهنجون تقريرون ٻڌڻ وارا محض تنهنجي لحاظ ۾ جهومي رهيا آهن ۽ تون انهن جي عشق ۾ عمر برباد ڪري رهيو آهين. جڏهن آئون توکي انهن تقريرن کان روڪيان ٿو تہ تون مون تي حسد جو الزام لڳائين ٿو حالانڪ انهن سُريلين تقريرن جي حاصل نہ هجڻ تي ڪو ڇا حسد ڪندو، اهي خود بيڪار آهن. عوام ۾ تقريرون ڪري واھ واھ ڪرائڻ مٽيءَ جي پتر تي باريڪ نقش و نگار ٺاهڻ جي برابر آهي جيڪي قائم نٿا رهي سگهن. پنهنجي اصلاح ڪر ۽ پنهنجو پاڻ کي عشق جي تعليم ڏي، اها باقي رهڻ واري شيءِ آهي. ٻين کي وعظ ۽ تلقين کان پنهنجي اصلاح بهتر آهي. هيءَ ڳالھ نڪتي تہ گهڻا حقيقي بزرگ مُريدن جي تعليم ۽ تربيت ڪندا آهن تہ ان کان ڇو روڪيو پيو وڃي. بزرگ روميءَ فرمايو تہ جيڪي بزرگ اهڙا آهن جو انهن جو اتصال درياءِ وحدت سان ٿي ويو آهي اهي تعليم ڏين تہ ڪو مضائقو ۽ حرج نہ آهي. جڏهن تنهنجي دل عدن سان وابستہ ٿي وڃي تہ پوءِ ڏِپ نہ ڪر. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ قُلۡ لَّوۡ كَانَ الۡبَحۡرُ مِدَادًا لِّكَلِمٰتِ رَبِّىۡ لَنَفِدَ الۡبَحۡرُ قَبۡلَ اَنۡ تَنۡفَدَ كَلِمٰتُ رَبِّىۡ (الڪهف:109) "توهان چئو تہ خدا جي ڪلمن لاءِ جيڪڏهن سمنڊ مس بنجي تہ اها مس اڳ ۾ ختم ٿي ويندي پر خدا جا ڪلما ختم ڪونہ ٿيندا." قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَاِذَا قُرِئَ الۡقُرۡاٰنُ فَاسۡتَمِعُوۡا لَهٗ وَاَنۡصِتُوۡا (الاعراف:204) "۽ جڏهن قرآن پڙهيو وڃي تڏهن ڪن ڏيو ۽ خاموش ٿي ٻڌو." پنهنجي پاڻيءَ کي لغو ڳالهين سان تباھ نہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ باغ اُڃيو آهي. اي بابا! ان ڳالھ جو خاتمو نہ آهي، ان ڳالھ کي ڇڏ. انجام تي نظر ڪر. اي سُريليون تقريرون ڪرڻ وارا! اهي ٻڌڻ وارا تنهنجا حقيقي عاشق نہ آهن. اهي تہ تنهنجو مذاق اُڏائن ٿا. تنهنجا عاشق تہ اهي آهن جيڪي اصلاح جون دعائون ڪن ٿا. تون انهن عاشقن جو عاشق بڻج ۽ چند ڏينهن جي واھ واھ ڪرڻ وارن کان پرهيز ڪر. انهن چند ڏينهن جي عاشقن توکي ضايع ڪري ڇڏيو آهي، انهن مان توکي ڪو فائدو ڪونہ پهچندو. عوام جو مجمع لڳائڻ سان تنهنجو ڪو صحيح مقصد پورو نہ ٿيو آهي. تنهنجا عاشق راحت جا ساٿي آهن. مصيبت جي وقت جو ساٿي فقط خدا آهي. ڏندن ۽ اکين جي تڪليف جي وقت خدا کان سواءِ ڇا ڪو شخص تنهنجي دستگيري ڪري ٿو؟ ان تڪليف جي وقت کي اهڙي طرح پيش نظر رک جهڙي طرح اياز پنهنجي پُراڻي گودڙيءَ کي پيش نظر رکندو هو ۽ ان مان عبرت حاصل ڪندو هو. اياز گودڙيءَ مان عبرت حاصل ڪندو هو، تون مصيبت جي وقت مان عبرت حاصل ڪر. جيستائين عشقِ خداوندي حاصل نٿو ٿئي انسان جي زبان گهڻو هلندي آهي ۽ انسان سوال جواب ۾ زبان درازي ڪندو آهي.

**جبري ڪافر جو سني مومن کي جواب ۽ مناظرو ڊگهو ٿيڻ**

کافر جبری جواب آغاز کرد

کہ ازاں حیراں شُد آں مِنطیق مرد

ترجمو: ”جبري ڪافر جواب ڏيڻ شروع ڪيو جنهن سان اهو گهڻو ڳالهائڻ وارو شخص حيران ٿي ويو“

جيڪڏهن آئون اهي سوال جواب سڀئي بيان ڪريان ته نصيحت جي ڳالهين کان آئون رهجي ويندس. اسان ڪي ان کان وڌيڪ ڳالهيون ڇوٽيون آهن جو ته انهن نصيحت جي ڳالهين سان سوچ ۽ سمجهه ۾ روشني پيدا ٿيندي آهي. اي سنگدل! ان بحث مان ٿورو ڇيو گهڻو سمجهه. مختلف فرقن جا اهي بحث قيامت تائين ختم ڪونه ٿيندا، ڇاڪاڻ ته دنيا ۾ ٻاهتر فرقا باقي رهنا آهن. هر فرقي واري ڪي اهڙا دليل عطا ڪيا ويا آهن جيئن مخالف ان تي غلبو حاصل نه ڪري سگهي. جڏهن سج لهي ويندو آهي ته زمين جي جنهن رُخ ۽ پاسي کان لهندو آهي اُن جو پاڇو فضائن ۾ پکڙي ويندو آهي. دنيا ۾ ظلمت ۽ اوندهه آهي. هتي حق ايتري قدر واضح نه آهي، باطل دليلن سان حق پوشيده ٿي ويندو آهي، جيتري قدر قيمتي خزانو هوندو آهي اوترائي اُن تي ڪُلف زياده هوندا آهن. انهيءَ ڪري حق مذهب جيڪو قيمتي شيءِ آهي اُن تي باطل مِلتن جا تالا لڳل رهندا. مقصد جيتري قدر عزيز هوندو اوتري قدر اُن تائين پهچڻ جو رستو پيچ در پيچ ۽ ڏکيو هوندو ۽ ڌاڙيلن جو خوف هوندو. ڪعبي جو دوردراز گوشي ۾ هجڻ ۽ پوءِ اتي بدوين جي ڦرلٽ ۽ صحرا ۽ پوئي جو ڏکهو هئڻ ڪعبي جي باعزت هجڻ جو دليل آهي.

باطل فرقن جيڪا روش ۽ جيڪو رستو اختيار ڪيو آهي اهو سڌي رستي لاءِ مانع ۽ خطري وارو آهي. باطل فرقن جي روش صحيح رستي جي روش جي مخالف آهي، ان جي ڪري تقليد ڪرڻ وارو حيران ٿي ويندو آهي ته ڪهڙي رستي کي اختيار ڪري. اهو سمجهندو آهي ته ٻئي رستا درست آهن. جيڪڏهن باطل فرقي وارو لاجواب ٿي وڃي ته جهڳڙو ختم ٿي وڃي. اهو هي چئي ڇڏي ته ان سوال جو جواب مون کي نٿو اچي، منهنجا وڏا ڄاڻندا هوندا. اهڙي قسم جا وسوسا فقط عشقِ خداوندي سان متجي سگهن ٿا. وسوسا ان طريقي تي ختم ٿيندا ته عشق جو رستو اختيار ڪر ۽ ان رستي جو رهبر به تلاش ڪر جن عقلي دليلن سان تون وسوسا دور ڪرڻ چاهين ٿو اهي بيڪار آهن. عقلي دليلن سان جيڪي ڳالهيون سمجهه ۾ اچن ٿيون انهن کان اهي معقولات بهتر آهن جيڪي علومِ ڪشفيه مان حاصل ٿين ٿا. عقلِ معاش سان فقط دنياوي روزي حاصل ٿيندي آهي. عقل معاد آسمانن کي پنهنجو فرش بنائيندو آهي. عقلِ معاد نيڪي ڪرائيندو آهي جنهن جو ثواب ڏهٽي کان ستو سوئٽو ملندو آهي. اهو تڏهن ٿيندو جڏهن تون الله جي عشق ۾ عقل جي بازي لڳائيندين. انهن عورتن جي عقل جڏهن هار ڪاڏي تڏهن اهي يوسفؑ جي عشق ۾ چوٽ چڙهي ويون. حضرت يوسفؑ جو جمال الله تعاليٰ جي جمال جو پرتو هو. مشهور مقولو آهي ته مَنْ عَرَفَ رَبَّهٗ كَلَّ لِسَانُهٗ ”جنهن شخص پنهنجي خدا کي سڃاتو اُن جي زبان ڪُند ٿي ويئي.“ عشق اهڙي حرڪت پيدا ڪندو آهي جنهن سان گويائي عاجز ٿي ويندي آهي. عاشق ڊڄندو آهي ته جيڪڏهن اهو زبان کوليندو ته عشق جو راز ظاهر ٿي ويندو. حضورﷺ جنهن وقت ڪجهه بيان فرمائيندا هئا، صحابه کي هدايت هئي ته اهي خاموشيءَ سان ٻڌن ۽ صحابي خاموشي ۽ سُڪون سان اهڙي طرح ويهي ٻڌندا هئا جو ڄڻ ته انهن جي مٿن تي ڪو پکي آهي ۽ انهن کي ڊپ آهي ته جيڪڏهن اهي ڳالهائيندا يا چُرندا ته اهو پکي اُڏامي ويندو! پنهنجي چپن تي آگر رکڻ، ٻئي کي چُپ رهڻ جو اشارو آهي. جهڙي طرح مٽي تي وينل پکي ڳالهائڻ کان روڪيندو آهي، اهڙي ريت مقام حيرت به روڪيندو آهي. سالڪ جڏهن ان مقام تي پهچندو آهي تڏهن اُن جي زبان بند ٿي ويندي آهي ۽ دل ۾ جوش و خُروش هوندو آهي.

**بادشاهه جو اياز کان پڇڻ ته تون بي روح چيل ۽ گودڙيءَ سان روح رهاڻيون ڇو ٿو ڪرين؟**

اى اياز ايں مہر باہر چارقے
چيست آخر ہچو بربُت عاشقے

ترجمو: ”اي اياز، چڀل سان ايتري قدر محبتون آخر ڇو؟ ڄڻ تون بُت تي عاشق آهين.“

اياز ڪوٺڙيءَ ۾ وڃي پنهنجي پُراڻي چپل ۽ گودڙيءَ سان ڳالهيون ڪندو هو. محمود اياز کي چيو ته تون پنهنجي چپل تي ڇو عاشق آهين؟ جيئن مجنون ليليٰ کي پنهنجو دين ۽ مذهب بڻايو هو، تيئن تو چپل کي بڻايو آهي. اياز پُراڻي چپل ۽ گودڙي ڪمري ۾ ٽنگي ڇڏي هئي. اياز گودڙي ۽ چپل سان پنهنجي غربت ۽ بي ڪسيءَ جا پراڻا واقعا دهرائيندو هو. عربي شاعر پنهنجي شعرن ۾ محبوبه جي منزل ۽ ان جي رهڻ وارن پڊن جو گهڻو ذڪر ڪندا آهن. اي اياز! تون به چپل جو گهڻو ذڪر ڪرين ٿو. تنهنجي چپل يوسفؑ جي قميص آهي ڇا؟ حضرت يوسفؑ جي قميص سان حضرت يعقوبؑ جي نظر موٽي آئي هئي. نصاريٰ پنهنجي پيشوائن جي اڳيان پنهنجي گناهن جو اعتراف ڪندا آهن۽انهن جي معاف ڪرڻ کي خدا جو معاف ڪرڻ سمجهندا آهن. نصراني عالم جو نه گناهه سان تعلق نه ڪيس معاف ڪرڻ جو اختيار پر نصراني جو عشق ۽ اعتقاد اهو سڀ ڪجهه اُن کان ڪرائي ٿو. عشق قوتِ واهمه جي ذريعي معشوق ۾ حضرت يوسفؑ کان سئو دفعا وڌيڪ حُسن ڏيکاريندو آهي. عشق معشوق جي فرضي تصوير سامهون آڻيندو آهي ۽ ان سان ڳالهيون ڪرائيندو آهي. عاشق پنهنجي درد جا سوين راز اُن فرضي تصوير سان اهڙي طرح بيان ڪندو آهي جيئن ڪو دوست، دوست سان بيان ڪندو آهي. حقيقت ۾ ڪجهه به ڪونهي ۽ هي عاشق اُن فرضي تصوير سان سوين سوال ۽ جواب ڪري ٿو، ايئن جيئن ڪنهن عورت جو ٻار مري وڃي ته اها اُن جي قبر سان ڳالهيون ڪندي هجي. ماءُ جو عشق اُن ٻار کي زنده ۽ تندرست ڏيکاريندو آهي. اها به عشق جي جادوگري آهي. ماءُ جڏهن ٻار جي قبر تي وڃي ڪري دانهون ڪندي آهي تڏهن سمجهندي آهي ته قبر جو ذرو ذرو ٻڌي رهيو آهي ۽ هيءُ به سمجهندي آهي ته قبر جي مٽيءَ جا ڪن ۽ اکيون به آهن ۽ قبر سان اِن طرح چنبڙندي آهي جو ٻار سان اُن جي زندگيءَ ۾ به ائين ڪونه چنبڙي هئي. چند ڏينهن ڪانپوءِ اهو جوش ٿڌو ٿي ويندو آهي.

بزرگ رومي فرمائي ٿو ته اها اُن عشق جي ڪيفيت آهي جيڪو مُردي سان هجي. خدا جي عشق جي باهه ڪڏهن ٿڌي ڪونه ٿيندي آهي. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ اها حالت هوندي آهي جو ماءُ اُن جي قبر وٽ اچي ڪري آرام سان سُمهندي آهي. اها اُن جي حالت عشق جي جادوگريءَ جي ڪري هئي. عشق ختم ٿيو ته باهه ختم ٿي ڦُلهيار بڻجي وئي. جيڪو حقيقتن تائين نه پُهتو آهي اهو آرسيءَ ۾ ڏسندو آهي ۽ جنهن کي حقيقتن جو ڪشف حاصل ٿي ويو ان کي آئيني ۾ ڏسڻ جي ضرورت ڪانهي. اڳ ۾ بزرگ فرمايو ته عشق حيّ قيومّ سان ڪريو، هاڻي فرمائي ٿو ته جنهن کي اهو عشق حاصل ٿي ويندو آهي ان کي ڪشفي علوم حاصل ٿي ويندا آهن. اُن جي ڪشف جي هيءُ حالت هوندي آهي جو لوهه مان آئينو ٺهڻ ڪانپوءِ عوام کي جيڪي ڪجهه اُن ۾ نظر ايندو آهي اُن کي لوهه جي سِرَ ۾ سڀ ڪجهه نظر ايندو آهي. اهي عشق جون ڪارفرمايون آهن جو اهو فراق جي حالت ۾ معشوق جون صورتون ڏيکاريندو آهي. پوءِ ملاقات جي وقت صاحبِ تصوير سامهون ايندو آهي. شروع ۾ سالڪ جو صورتن سان پالو پوندو آهي پوءِ ڪيس ذات جو مشاهدو حاصل ٿيندو آهي. جڏهن ذات جو مشاهدو ٿيندو آهي تڏهن ذات چوندي آهي ته آئون سيني جو اصل آهيان' صورتن تي منهنجو عڪس پئجي ويو هو، هاڻي مون پردا هٽائي ڇڏيا آهن ۽ بغير ڪنهن واسطي جي حُسن جو مُشاهدو ڪرايو آهي. عڪس ۾ مُشاهدي ڪانپوءِ فنا واري درجي ۾ اها طاقت ٿي ويندي آهي جو هو مجّرد ذات جو مشاهدو ڪري سگهي. حديث شريف ۾ آهي ته اَلْاِحْسَانُ اَنْ تَعْبُدَ اللهَ كَاَنَّكَ تَرَاهُ فَاِنْ تَكُنْ تَرَاهُ فَاِنَّهٗ يَرَاكَ، صوفين وٽ ان حديث جي معنيٰ هيءُ آهي ته احسان هيءُ آهي ته تون عبادت هن طريقي تي ڪر ته ڄڻ تون ذات جو مشاهدو ڪري رهيو آهين. جيڪڏهن تون باقي نه رهين، فاني بڻجي وڃين ته اُن ذات کي ڏسندين ۽ اها ذات بيشڪ توکي ڏسي ٿي. پردو جيڪڏهن آهي ته تنهنجي ذات جو آهي. عبادت جا ابتدائي مرتبا به جذب ۽ ڪششِ خداوندي سان آهن پر اهو جذب ۽ ڪشش اُن عابد جي نگاهن کان لِڪل آهي. حَسَنَاتُ الْاَبْرَارِ سَيِّئَاتُ الْمُقَرَّبِيْنَ، "نيڪ ماڻهن جون حسنات مقربين بارگاه جي لحاظ کان سيات آهن." اڳ ۾ جيئن ته عبادت ۾ احسان جو درجو نه هو انهيءَ ڪري مُشاهدي ڪانپوءِ ان

عبادت تي معافيءَ جو طلبگار ٿئي ٿو. جذب ۽ ڪشش جي مخفي هجڻ جو مثال هي آهي ته جنهن پٿر مان چشمو جاري ٿيندو آهي اهو پٿر پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويندو آهي ۽ ماڻهن جي نظرن کان لِڪي ويندو آهي ۽ هاڻي ماڻهو اُن کي پٿر نٿا چون پر پاڻيءَ جو چشمو چون ٿا.

**مجنونءَ جي رشتيدارن جو ليليٰ جي حسن کي معمولي چوڻ ۽ ڪين مجنونءَ جو جواب**

مجنون جي اِن گفتگو مان به اهو سمجهايو اٿس ته مظاهر ظاهر جي حُسن جي لحاظ کان رنگ ۽ نالو اختيار ڪندا آهن.

ابلہا گفتند مجنوں را زجہل
حُسنِ لیلیٰ نیست چنداں ہست سہل

ترجمو: ”بيوقوفن نادانيءَ وچان مجنونءَ کي چيو ته ليليٰ جو حُسن وڌيڪ نه آهي، معمولي آهي.“

ڪجهه بيوقوفن مجنون کي ملامت ڪرڻ شروع ڪئي ۽ چيو ته ليليٰ جو حُسن معمولي آهي، تون اِن تي ايتري قدر جو فدا ٿيو آهين. ان کان وڌيڪ لڪين معشوق چنڊ جهڙا اسان جي شهر ۾ پيا آهن. ۽يا معشوق ناز ۽ انداز ۽ حُسن ۾ ليليٰ کان گهڻو وڌيڪ آهن، تون ٻئي شهر ۽ ٻئي قبيلي جي ڇوڪريءَ تي عاشق آهين جنهن جي ڪري تو سميت سڄو خاندان بدنام ٿي رهيو آهي. مجنون چيو ته ليليٰ جي صورت ته هڪ پيالو آهي ۽ ان مان خدا پنهنجو شراب مون کي پياريندو آهي، ان پيالي مان توهان کي سِرڪو ميّسر ٿي رهيو آهي تان ته توهان کي ان جي عشق جي فضيلت حاصل نه ٿئي. اهو قدرت جي عجائبات مان آهي ته قدرت هڪ ئي پيالي مان ڪنهن کي زهر ۽ ڪنهن کي ماکي پياري ٿي. توهان ماڻهن کي فقط صورت ۽ ٿانءُ نظر اچي ٿو. جيئن ته توهان جون نظرون صحيح نه آهن توهان کي اهو شراب نظر نٿو اچي. جنتي حورن جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي ته فِيهِنَّ قَٰصِرَٰتُ ٱلطَّرْفِ (الرحمٰن:56) ۽ جاءِ تي ذڪر ڪيل آهي ته حُورٌ مَّقْصُورَٰتٌ فِى ٱلْخِيَامِ (الرحمٰن:72) يعني اهي حوروں مڙسن کان سواءِ ڪنهن ٻئي ڏانهن نگاهه متي ڪٽي به نٿيون ڏسن. اهو ئي حال عشق جو آهي. اهو اهل ڏانهن متوجهه ٿيندو آهي. اهي حوروں خيمن اندر رهنديون آهن ٻاهر ڪونه نڪرنديون آهن. ان شرابِ عشق جي لاءِ ٿانءُ بمنزل حورن جي تنبوءَ جي آهي. هڪ ئي شيءِ ڪنهن شخص جي اعتبار سان مفيد آهي ڪنهن جي اعتبار سان نقصانڪار آهي. درياءُ بدڪ جي لاءِ ذريعه حيات آهي ۽ ڪانگ جي موت جو سبب آهي. نانگ جو زهر نانگ جي لاءِ زندگيءَ جو ۽ ٻين جي لاءِ موت جو سبب آهي. هر نعمت ۽ محنت جو صحيح استعمال جنت جو سبب ۽ غلط استعمال دوزخ جو سبب آهي. دنيا جو هر جسم جنهن کي توهان ڏسو ٿا اُن ۾ روزي ۽ زهر لِڪل آهي جنهن کي توهان نٿا لهو. هر جسم کي ائين سمجهو ته ظاهر ڪليل آهي، اُن جي باطن ۾ نعمت آهي جنهن جو نتيجو استعمال ڪرڻ وارو سمجهندو. حضرت يوسف عليه السلام جي صورت هڪ جام جي هئي، ان مان حضرت يعقوب عليه السلام مست ڪرڻ وارو شراب پيئندو هو ۽ پائر زهر جو ڏُک پيئندا هئا. پوءِ زليخا کي جيڪو يوسف عليه السلام کان شراب مليو اهو ان شراب کان سواءِ هو جيڪو حضرت يعقوب عليه السلام پيتو هو. هڪڙي پيالي مان مختلف قسمن جا شراب حاصل ٿين ٿا، تان ته غيبي شراب جي باري ۾ ڪو شُبهو نه رهي. پيالي جو شراب نامحرمن کان لڪل آهي پر اسان جون نگاهون صحيح ڪم نٿيون ڪن. الله تعاليٰ جي ذات مخفي آهي پر ڪائنات کي محيط آهي. اي خدا! تون مخفي ۽ راز آهين پر اسان جا راز تو کان لِڪل نه آهن. تون صبح جي روشني ۽ اسان جي نهرن کي جاري ڪندڙ آهين. اي مخفي، تون پاڻيءَ وانگر ۽ اسين پن چڪيءَ وانگر آهيون. تون هوا وانگر ۽ اسين لَٽ وانگر آهيون. هوا لِڪل رهندي آهي ۽ اُن جي لَٽَ ظاهر آهي. باغ جي بهار ۽ بقا موسم بهار جي ڪري آهي، انهيءَ ڪري حديث ۾ آيو آهي ته تَفَكَّرُوا فِى آلَائِهِ وَلَا تَفَكَّرُوا فِى ذَاتِهِ. ”الله جي نعمتن ۾ غور ڪريو ۽ اُن جي ذات ۾ غور نه

ڪريو.“ جهڙي طرح جان ۾ روح مخفي آهي پر هٿن ۾ پيرن جي لاءِ اهو مُحرڪ آهي، اها ئي صورت الله تعاليٰ ۾ ڪائنات جي آهي. زبان کي عقل قُوّتِ گويائي بنائي ٿو. جهڙي طرح مُرڪ خوشيءَ جو نتيجو آهي اهڙي طرح اسين سڀ الله تعاليٰ جي طرفان ايندڙ شئون جا مظاهر آهيون. اسان جي حرڪت الله تعاليٰ جي وجود جي شاهد آهي. پن چڪيءَ جو هڪڙو پاسو پاڻيءَ جي حرڪت جي وجود جو دليل آهي. الله تعاليٰ جي ذات وهم ۽ قياس کان بالاتر ۽ مٿانهين آهي، انهيءَ ڪري ان جو ڪو مثال ان جي مطابق نہ آهي. مثال ڏيڻ جي مجبوري هي آهي تہ سراسر تصوراتي ٻانهو صبر نٿو ڪري پر وڌيڪ وضاحت گهرندو آهي. الله تعاليٰ جي لاءِ مثالن جي اهائي حقيقت آهي جهڙي طرح ڏراڙ اُن جي ذات جو تعبير ڪيو هو. ان ڏراڙ جا تعبيرات جيتوڻيڪ غلط هئا پر الله تعاليٰ سان ان جو عشق بي مثال هو. ان جي عشق جو مقام عالمِ بالا هو ۽ جان جهڙي مُعزّز شيءِ اُن جي تنبوءَ جو ڪتو بنيل هئي. عشق جو اثر اُن جي دل تي هو، تنهنجي فقط ڪن تي آهي.

جيڪو شخص پنهنجي حقيقت نٿو سمجهي اهو ٻار آهي. جيڪڏهن مرد هجڻ ڏاڙهي ۽ خصين جي ڪري هجي تہ اهي شيون ٻڪلي جون بہ هونديون آهن. ٻڪلي ۾ عقل خام آهي انهيءَ ڪري ڪسڻ واري جاءِ تي وڃڻ وقت ٻڪلو ٻڪرين جو پيشوا بنجي ويندو آهي. بناوٽي پير بہ ڏاڙهيءَ کي ڦٽي ڏيئي ڪري چوندو آهي تہ آئون پيشوا آهيان. تون پيشوا آهين؟ ٻڪلي وانگر پيشوا آهين. انسان کي سڌي رستي جي روش اختيار ڪرڻ گهرجي. خالي ڏاڙهي تي گهمنڊ نہ ڪرڻ گهرجي، تو پنهنجي ڏاڙهي جو مذاق بہ اُڏايو آهي. توکي ڏاڙهي آئي آهي، هاڻي ناز و انداز مناسب نہ آهي، راهِ سلوڪ اختيار ڪر ورنہ ڏاڙهي جو مذاق ٿيندو رهندو. پوءِ تون خوشبو وانگر عاشق جي لاءِ باغ جو رهنماءُ بنجي ويندين. خوشبو مان مراد عقل مندي جون ڳالهيون ڪرڻ آهي.

**بادشاهہ جو اياز کي ٻيهر حڪم ڏيڻ تہ چپل ۽ گودڙيءَ جو راز کولي ٻڌاءِ!**

سِرِّ چارق را بیاں اے ای ایاز
پیشِ چارق چیست چندیں نیاز

ترجمو: ”اي اياز، چپل جو راز ٻڌاءِ ۽ اهو بہ تہ تون ان اڳيان نوڙت سان پيش ڇو ٿو اچين؟“

محمود اياز کي چيو تہ چپل جو راز بيان ڪر تہ تنهنجي ان سان ايتريقدر نيازمندي ڇاجي ڪري آهي، تان تہ تنهنجو ساٿي غلام سُنقر بہ ٻڌي.

تنهنجي غلام هجڻ غلامي کي روشن ڪيو آهي. تنهنجي وجود سان آزاد ماڻهو غلاميءَ جي حسرت ڪرڻ لڳا آهن، جيئن تہ غلامي کي تو هڪ زندگيءَ عطا ڪئي آهي. جهڙي طرح اياز جي غلامي آزادن جي لاءِ باعث حسرت هئي، اهڙي طرح مومن اهو آهي جنهن جي ايمان کي ڏسي ڪافر حسرت ڪري.

**بايزيد رحمة الله عليه جي زماني جي هڪ ڪافر جو قصو جنهن کي ماڻهن مسلمان ٿيڻ جو مشورو ڏنو**

بود گبرے در زمانِ بایزید
گفت او را یک مسلمانِ سعید

ترجمو: ”(حضرت) بايزيد جي زماني ۾ هڪ ڪافر کي ڪنهن نيڪ بخت مسلمان چيو:“

جيڪڏهن تون مسلمان ٿي ويندين تہ توکي ڇوٽڪارو ملي ويندو. ڪافر چيو تہ جيڪڏهن ايمان اهو آهي جيڪو بايزيدؒ رکي ٿو تہ مون ۾ ان جي طاقت نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو انسان جي طاقت کان بالا تر آهي. جيتوڻيڪ آئون اسلام جي ايمان ۽ دِين جو قائل نہ آهيان پر بايزيد جي ايمان تي منهنجو ايمان آهي. اُن ڪافر مسلمان کي چيو تہ

منهنجو يقين آهي ته اهو بايزيدؒ سيني کان وڌيڪ آهي ۽ منهنجو ان جي ايمان تي ايمان آهي پر زبان سان ظاهر نٿو ڪري سگهان ۽ جيڪڏهن ايمان مان مراد توهان وارو ايمان آهي ته مون کي نه اهڙي ايمان جي خواهش آهي ۽ نه اُن ڏانهن منهنجو لاڙو آهي. توهان ته اهڙا مومن آهيو جو جيڪڏهن ڪنهن کي ايمان جي خواهش به هجي ته توهان کي ڏسي ڪري اهو سست ٿي ويندو، ڇاڪاڻ ته اوهانجو ايمان ته براءِ نام آهي جنهن جي ڪا حقيقت نه آهي ۽ توهان بريکس نام نهند زنگي کافور" جو مصداق آهيو. جهنگ حقيقت ۾ هلاڪت جي جاءِ آهي پر ماڻهو ان کي "مفازه" يعني ڪاميابيءَ جي جاءِ چوندا آهن. (عربيءَ ۾ جهنگ کي 'مفازه' چئبو آهي.)

### اڻ وڻندڙ آواز واري موئذن جي حڪايت

هن قصي مان هي ٻڌائڻ مقصد آهي ته گهڻا مومن اهڙا آهن جو ڪافر انهن کي ڏسي ايمان آڻڻ جو ارادو ڇڏي ڏيندا آهن.

*يک مؤذن داشت بس آوازِ بد*
*شب ہمہ شب میدریدے حلقِ خود*

ترجمو: "اڻ وڻندڙ آواز وارو هڪ موذن سڄي رات پرڙاٽ پيو ڪندو هو."

رات جو مناجات ۽ ذڪر بلند آواز سان ڪندو هو هُن انسانن تي مِٺي ننڊ حرام ڪري ڇڏي هئي. ان موذن جي ڪري عام توڙي خاص مٽي جي سور ۾ مبتلا هئا، ٻار بسترن ۾ ڏڇندا هئا، مرد ۽ عورتون اُن جي آواز کان عذاب ۾ هئا. مٽي جي سور ۽ تڪليف مان جان ڇڏائڻ جي لاءِ انهن ماڻهن چندو گڏ ڪيو ۽ موذن کي گهرائي تحفا ۽ پئسا ڏنا ۽ چيائون ته (طنز ڪندي) اسان توهان جي ٻانگ مان راحت حاصل ڪئي آهي توهان رات ڏينهن وڏو ڪرم ڪيو، توهان جي ڪري شب بيداري جي دولت اسان کي نصيب ٿي آهي. هاڻي ان دولت جي خوشيءَ ۾ اسين رات جو سُمهي نٿا سگهون. اسين جيڪي توکي پئسا ڏيئي رهيا آهيون اُن جي بدلي ۾ اسان جي لاءِ دل سان دعائون ڪجو. شدّتِ شوق جي ڪري هڪ قافلو ڪعبي ڏانهن روانو ٿيو، موذن پئسا کنيا ۽ قافلي وارن سان روانو ٿي ويو. حاجين رات جي وقت اهڙي جاءِ تي قيام ڪيو جتي رڳو ڪافر هئا. ساٿين اُن موذن کي ڪافرستان ۾ ٻانگ ڏيڻ کان روڪيو ۽ چيو ته اهي ڪافر لڙائي جهڳڙو ڪندا، اٿين نه ڪر پر هُن نه مڃيو ۽ ٻانگ ڏيئي ڇڏيائين. اهي ماڻهو ته ڪافرن جي حملي کان خوفزده هئا پر ڇا ڏسن ته هڪڙو ڪافر تحفي ۾ ڪپڙا ۽ حلوو وغيره کڻي اچي رهيو آهي، اُن موذن جي پُڇا ڪري رهيو آهي ۽ چئي رهيو آهي ته موذن جي اذان اسان کي ڏاڍي راحت پهچائي آهي. اُن ڪافر کان ڪنهن پڇيو ته انهي اڻوڻندڙ آواز مان توکي ڪهڙي راحت ملي آهي؟ ڪافر چيو ته منهنجي هڪ خوبصورت ڇوڪري آهي، اها اسلام آڻڻ تي آماده ٿي رهي هئي، اسان اُن کي گهڻو سمجهايو پر اها پنهنجي ارادي کان باز نٿي آئي ان جي دل ۾ ايمان جي محبت پيدا ٿي ويئي هئي. اهو فڪر عود کي ٻارڻ واري ٿانو وانگر هو ۽ آئون اگر ڪاٺيءَ وانگر هئس. اگر ڪاٺيءَ سان واس ڏنو ويندو آهي. اُن ڇوڪريءَ جي ارادي سبب مصيبت ۾ هئس ۽ اها ان ارادي ۾ پُختي ٿي رهي هئي. ڇوڪري کي روڪڻ جي ڪا تدبير ڪونه هئي ايستائين جو اُن موذن ٻانگ ڏني، تڏهن ڇوڪريءَ پُڇيو ته هي خوفناڪ آواز ڪهڙو آهي؟ مون اهڙو خراب ۽ خوفناڪ آواز ڪڏهن ڪونه ٻڌو آهي. اُن ڇوڪريءَ جي ڀيڻ ڪيس ٻڌايو ته اهو مسلمانن جي اذان جو آواز هو. ڇوڪريءَ کي ڀيڻ جي ڳالهه تي اعتبار نه ٿيو، پوءِ وري ٻئي ڪنهن کان پڇيائين اُن به ڀيڻس جي تصديق ڪئي. جڏهن اُن کي يقين اچي ويو تڏهن مايوسيءَ کان اُن جو چهرو هيڊو ٿي ويو ۽ اسلام آڻڻ جو ارادو ترڪ ڪيائين. جڏهن اُن جي دل اسلام کان برگشته ٿي ويئي تڏهن منهنجي مصيبت ختم ٿي ۽ رات جو آرام سان سُمهي سگهيس. موذن جي آواز مان مون کي ان طرح راحت ملي آهي، انهيءَ ڪري آئون ان جي لاءِ تحفا کڻي آيو

آهيان. جڏهن اُن ڪافر موذن کي ڏنو تڏهن چيائين ته هي تحفا وٺ، تون منهنجو دستگير ۽ پناه ڏيندڙ آهين. تو جيڪو مون تي احسان ۽ ڀلائي ڪئي آهي اُئون هميشه لاءِ تنهنجو غلام ٿي ويو آهيان. آئون وڏيڪ مالدار نه آهيان ورنه آئون تنهنجو وات سون سان ڀريان ها. اُن ڪافر اسلام جي دعوت ڏيڻ واري مسلمان کي چيو ته تنهنجو ايمان به موذن وانگر انسانن کي ايمان کان روڪڻ وارو آهي.

**ڪافر واري حڪايت ڏانهن ٻيهر رُجوع**

ليک از ايمان و صدقِ بايزيدؒ
چند حسرت در دل و جانم رسيد

ترجمو: "بايزيدؒ جي ايمان ۽ سچائي سان منهنجي دل و جان ۾ گهڻيون حسرتون پيدا ٿيون آهن."

اُن ڪافر هي به چيو ته بايزيدؒ جي ايمان ۽ سچائي کي ڏسي ڪري مون کي حسرت ٿئي ٿي ته اهڙو ايمان مون کي ڇو ميسر نه ٿيو. حضرت بايزيدؒ ايمان جو حق ادا ڪري ڇڏيو، اهڙي يڪتا شينهن کي آفرين آهي. سندس ايمان جي اها وسعت آهي جو جيڪڏهن ان جو هڪ قطرو سمنڊ ۾ ڪِري پوي ته سمنڊ کي ٻوڙي ڇڏي. سندس ايمان جو قطرو سمنڊ تي ائين ئي حاوي ٿيو وڃي جهڙيءَ طرح باهه جي هڪ چڻنگ جهنگ تي حاوي ٿي ويندي آهي ۽ اُن کي ساڙي ڇڏيندي آهي يا جهڙي طرح بادشاهه جو هڪ معمولي خيال دشمنن ۾ ٽرٽلو مچائي ڇڏيندو آهي. حضورﷺ جي تائيد جي لاءِ خدائي تائيد جو هڪ ستارو ظاهر ٿيو جنهن سان سيني ڪافرن جو ڪفر فنا ٿي ويو. سيني ڪافرن جو ڪفر ان طريقي تي فنا ٿيو جو ڪجهه ته مسلمان ٿيا باقي ڪفر جي معاملي ۾ مشڪوڪ ٿي ويا ۽ خالص ڪفر بلڪل مِٽجي ويو. جيڪڏهن مسلمان نه ٿيا ته ذمي بنجي ڪري مسلمان نما ڪافر رهجي ويا. اسان بايزيدؒ جي ايمان جي ذرّي جا مثال ڏنا آهن، اهو محض تڪلّف آهي ۽ اهي ان ذري جا صحيح مثال نه آهن. بزرگ روميؒ شيخ جي نور کي ذرّه سان تشبيهه ڏني هئي. وري فرمائي ٿو ته اها تشبيهه مناسب نه آهي. زمين جو پست ۽ هيٺانهون حصو خزانو بنجي وڃي ۽ بالائي يا مٿانهون حصو جنت بنجي وڃي. مطلب ته شيخ ۾ ٻه شيون آهن: جان نوراني آهي ۽ جسم مِٽيءَ جو آهي. هاڻي اسين حيران آهيون ته شيخ جسم کي چئون يا روح کي. شيخ جيڪڏن جسم آهي ته اي ڀاءُ! اهو ڪهڙو جسم آهي جنهن جي نور کان ست ئي آسمان لبريز آهن. جيڪڏهن روح آهي ته ڪهڙو آهي؟ اي دوست! هي بدن ڇا آهي؟ هاءِ تعجب! انهن ٻنهين مان اهو ڇا آهي ۽ ڪهڙو آهي؟

**اُن زال جو قصو جنهن مڙس کي چيو ته گوشت ٻلي کائي ويئي**

جهڙي طرح شيخ جي باري ۾ حيراني آهي ته جيڪڏهن اهو جسم آهي ته روح کي ڇا چونداسون، جيڪڏهن روح آهي ته جسم کي ڇا چئون؟ اهڙي طرح اُن مڙس کي حيراني هئي ته ساهميءَ ۾ جيڪو توريو اٿم جيڪڏهن اها ٻلي آهي ته گوشت ڪٿي آهي ۽ جيڪڏهن گوشت آهي ته ٻلي ڪيڏانهن وئي؟

بود مردے کد خدا او را زنی
سخت طنّاز و پلید و رهزنے

ترجمو: "هڪ عورت مرد جي هڪ زال هئي سخت نخري باز ڦورو ۽ ناپاڪ هئي."

مرد جيڪي ڪجهه گهر ۾ آڻيندو هو زال برباد ڪري ڇڏيندي هئي. مُڙس ماٺ ڪري سهندو پيو هو. سوين تڪليفن ڪانپوءِ هُن ٻارن ۽ مهمان لاءِ گوشت آندو. زال شراب ڪباب سان گڏ گوشت کائي ويئي. مرد گهر ۾ آيو ته زال ان کي غلط جواب ڏنو. مرد زال کي چيو ته مهمانآيو آهي، مهمان جي اڳيان لذيذ کاڌو رکڻ گهرجي، گوشت ڪٿي

آهي؟ زال مڙس کي جواب ڏنو تہ گوشت تہ ٻلي کائي ويئي، جيڪڏهن توکي ضرورت آهي تہ ٻيو گوشت وٺي اچ. مرد نوڪر کي چيو تہ ساهمي کڻي اچ، آئون ٻليءَ جو وزن ڪندس. اُن تور ڪئي تہ ٻلي اڌ سير جي ٿي. مڙس زال کي چيو تہ اي بهانا ناهڻ واري! ٻلي بہ اڌ ڪلو آهي ۽ گوشت بہ اڌ ڪلو آهي. هي جيڪي مون توريو آهي جيڪڏهن ٻلي آهي تہ گوشت ڪيڏانهن ويو ۽ جيڪڏهن گوشت آهي تہ ٻلي ڪيڏانهن ويئي؟ چاڪاڻ تہ اهو هڪ تور جو وزن آهي. جيڪڏهن اسين بايزيدؒ جسم کي قرار ڏيون تہ پوءِ روح کي ڇا چئون ۽ جيڪڏهن روح کي بايزيدؒ چئون تہ پوءِ جسم کي ڇا چئون؟ اي دوست حيرت در حيرت آهي. اهو نہ تنهنجو ڪم آهي نہ منهنجو ڪم آهي، جسم ۽ روح جي مجموعي کي بايزيد چونداسون. روح بمنزلہ داڻي جي ۽ جسم بمنزلہ ڀُڏ جي آهي. الله تعاليٰ روح ۽ جسم کي پاڻ ۾ حڪمت جي لاءِ ملايو آهي. روح جسم کان سواءِ بيڪار آهي ۽ وري جسم بہ روح کان سواءِ مُرده آهي. جسم روح جو قالب آهي ۽ روح مغز آهي ۽ جسم ان جي کل ۽ ڇلڪو آهي. جسم ظاهر آهي روح مخفي آهي، ٻنهي سان ئي دنيا جو نظام هلي رهيو آهي. آميزش مان مقصد برادري ٿيندي آهي. خالي مٽي متو ڪونہ ڦاڙيندي، اُن ۾ پاڻي ملائي ڳوڙهو ناهبو تہ پوءِ متو ڦاڙيندي. جڏهن روح جسم کان جدا ٿيندو، قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اِنَّ يَوْمَ الْفَصْلِ كَانَ مِيْقَاتًا۝ (النبا:71) "بيشڪ، جدائي جو ڏينهن مقرر آهي." روح ۽ جسم جو پاڻ ۾ جوڙ جيڪو دنيا ۾ لڳل آهي، اُن جي حڪمت هي آهي تہ نيازمندن ۽ سرڪشن جو امتياز ٿي وڃي. عالمِ آخرت ۾ روح جو جيڪو جوڙ لڳندو اهو نہ ڪَنَّ ٻڌو آهي ۽ نہ اک ڏٺو آهي. جيڪڏهن ڪن اُن جي حقيقت ٻڌي وٺي تہ فنا ٿي وڃي يا اُن جي قُوت سماعت ختم ٿي وڃي. ڪن اهڙي طرح فنا ٿي وڃي جهڙي طرح برف ۽ يخ گرميءَ ۾ ڳري ويندي آهي. برفاني مُلڪن ۾ سياري ۾ بہ شيون آسمان مان ڪرنديون آهن هڪ ڪپھ وانگر آهي جنهن کي برف چوندا آهن ٻي گهاٽي شيءِ ڳاڙهسري هوندي آهي جنهن کي يخ چوندا آهن. يخ بہ برف وانگر ڄمندي آهي. هوا جون لهرون پاڻيءَ جي سطح کي موجن جي ذريعي زِره وانگر بنائينديون آهن. برف ۽ يخ سان وڻ سڙي ويندا آهن پر انهن جي پاڻيءَ سان وڻ پرورش لهندا آهن. يخ سامريءَ وانگر وڻن کي چوندي آهي تہ مون کي هٿ نہ لڳايو. يخ نہ نباتات جو جز بڻبي آهي ۽ نباتات کي خوشگوار لڳندي آهي. مطلب تہ برف ۽ يخ وڻن کي فائدو نٿيون پهچائين پر ڪوبہ شخص برف ۽ يخ کي بيڪار نہ سمجهي. انهن کي پاڻيءَ ۾ ملائي ٿڌو ڪري پيتو وڃي تہ جگر ۾ تازگي پيدا ٿيندي آهي. اي اياز! تنهنجو ستارو گهڻو بُلند آهي، هر بُرج ان جي عبور جو پسنديده نہ آهي. هتان کان بزرگ وري اياز جي قصي ڏانهن موٽيو آهي. اياز ۾ خاص وفاداري ۽ خاص قسم جو خلوص هو.

### اُن امير جي حڪايت جنهن غلام کي چيو تہ شراب ڪڻي اچ

جهڙي طرح اياز جو خلوص ۽ وفا عام خلوص ۽ وفا کان برتر هو اهڙي طرح هن حڪايت مان هي ٻڌائڻ مقصد آهي تہ مختلف پرهيزگارن جي پرهيزگاري ۾ بہ وڏو فرق آهي.

بود اميرے خوش دلے مے بارۂ
کهفِ هر مخمور و هر بيچارۂ

ترجمو: "هڪ امير خوش دل ۽ شراب دوست هو. هر شرابي ۽ هر بيڪس جو سهارو هو."

اهو امير مهربان ۽ غريب پرور منصف هو. سخي سون عطا ڪرڻ وارو ۽ دريا دل هو. بهادرن جو بادشاھ ۽ مومنن جو امير هو. رستي جو محافظ، رازن کان واقف ۽ دوربين هو. حضرت عيسيٰؑ جو زمانو پيار ۽ محبت جو زمانو هو. هڪڙي رات اوچتو اُن امير وٽ مهمان آيو، اهو مهمان بہ ان طرح جو امير ۽ مذهبي هو جهڙي طرح ميزبان هو. اهي ماڻهو ديندار هئا ۽ شراب استعمال ڪندا هئا، جيئن تہ حضرت عيسيٰؑ جي دور ۾ شراب حلال هو. امير

وٽ شراب ٿورو هو. غلام کي چيائين ته وچ مٽ پري اچ پر شراب ٻئي ڪنهن کان نه وٺج، فلاڻي راهب کان آڻج چاڪاڻ ته ان وٽ خاص شراب آهي جنهن جي پيئڻ سان عوام ۽ خواص کان جان جو ڇوٽڪارو حاصل ٿي وڃي ٿو (راهب نصرانين ۾ عبادت گذار ۽ عالم ماهر هوندو آهي جيڪو دنيا کي ترڪ ڪري گرجا گهر ۾ رهندو آهي) اُن راهب جي شراب جو هڪڙو ڍُڪ هزارين مٽن کان ماڻهوءَ کي بي نياز ڪري ڇڏيندو آهي. ان جي شراب ۾ هڪ مخفي سرمايو آهي، جهڙي طرح عبا ۾ سلطاني مخفي هوندي آهي. فقيرن جي گودڙيءَ کي حقارت سان نه ڏسڻ گهرجي. فقيرن جي گودڙيءَ ۾ اها بادشاهي هوندي آهي جيڪا بادشاهن کي به نصيب نه آهي. سون کي مٽان کان ڪارو ڪيو ويندو آهي تان ته ان کي ڪو چورائي نه وٺي ۽ نظرِ بد کان بچائڻ جي لاءِ به سون کي مٿان ڪارو ڪيو ويندو آهي ۽ لعلَ (موتي) کي به دونهن سان آلوده ڪيو ويندو آهي. خزانو ۽ گوهر گهرن ۾ ڪٿي آهي. خزانا ته ويرانن سان وابسته آهن. حضرت آدمؑ جو روح جيئن ته جسم جي مٽيءَ ۾ هو، اها مٽي شيطان جي اک جو پردو بڻجي ويئي. شيطان جي نظر فقط مٽيءَ تي هئي. غلام ڊوڙندو راهب جي گرجا ۾ ويو. سون جون اشرفيون ڏيئي سون جهڙو شراب ورتائين. سون پٿر مان نڪرندو آهي مطلب ته پٿر ڏنائين ۽ بدلي ۾ گوهر خريد ڪيائين. بادشاهه جڏهن اهڙي قسم جي شراب سان مست ٿي ويندا آهن تڏهن ساقيءَ کي گهڻو انعام ملندو آهي. شراب شور ۽ شر پيدا ڪندو آهي ۽ آقا ۽ غلام جو امتياز مٽائي ڇڏيندو آهي. شراب پي ڪري انسان مُجَسّمِ جان بڻجي ويندو آهي. ان وقت شاهي بخت ۽ ڦاسي جو تخت برابر ٿي ويندا آهن. هوش جي وقت ماڻهن ۾ اهڙو وهڪرو هوندو آهي جيئن تيل ۽ پاڻي ۾ ۽ مستي جي وقت سڀ هڪ جان بڻجي ويندا آهن. هريسه حليم جهڙو ڪاڻو آهي جنهن ۾ گوشت ۽ ڪٽڪ جو ڏارو هوندو آهي. جڏهن هريسه تيار ٿيندو آهي تڏهن گوشت ۽ ڏاري ۾ فرق ڪونه رهندو آهي. هاڻي ٻنهي جو فرق ختم ٿي ويندو آهي. اهو غلام انهن وصفن وارو شراب ڪٺي امير جي محل ڏانهن روانو ٿيو. هڪڙو غمن جو ماريل زاهد اڳيان اچي ويو جنهن جو مصيبت جي ڪري دماغ خشڪ ٿي ويو هو ۽ جنهن تي قبض جي ڪيفيت طاري هئي. گهڻن مجاهدن جي ڪري ان زاهد جو دماغ خشڪ ٿي ويو هو. ان زاهد جو جسم عشق جي باهه سان ڳري ويو هو ۽ انجي دل ۾ فقط الله جو خيال هو. مجاهدن جي بي پناهه تڪليف ان جي دل تي هزارين داغ لڳايا هئا. رات ڏينهن ان جو ڪم مجاهدو هو. ان زاهد کي پتو ڪونه پيو ۽ ان ۾ صبر ۽ حِلم جي طاقت ڪونه رهي هئي. هُن ڏٺو ته غلام شراب ڪٺيو پڳو ٿو وڃي. زاهد غلام کان پُڇيو ته مَٽ ۾ ڇا آهي؟ غلام چيو شراب آهي. هُن چيو ته ڪنهنجو آهي؟ غلام زاهد جي جواب ۾ چيو ته هي شراب منهنجي امير اعظم جو آهي. زاهد چيو ته طالبِ حق جو ڪم هي آهي ته اهڙين شين کان پاڻ کي بچائي. شيطاني شراب پيئڻ کان پوءِ هوش ڪٿي رهندو آهي. انسان شراب کان سواءِ به غافل آهي جنهن جي لاءِ سوين هوش درڪار آهن ته پوءِ نشي ۾ هوش ڪهڙو رهي سگهي ٿو. نشي ۾ انسان ائين ڦاسندو آهي جيئن پکي ڄار ۾ ڦاسندو آهي.

## حڪايت: دراز قد ضياءِ بلخ ۽ سندس ڪوتاهه قد ڀاءُ شيخ الاسلام جو قصو

بزرگ هيءُ ٻڌايو آهي ته انسان خود ئي مدهوش آهي، شراب پيئي ته اڃا وڌيڪ بدحال ٿي ويندو. هن حڪايت مان به اهو ئي ٻڌايو اٿس ته شيخ الاسلام جو قد ننڍو هو. اڌ ٻيهڻ تي اڃا وڌيڪ ننڍو ٿي ويو.

آں ضیای بلخ خوش الهام بُود
دادر آں تاج شیخ اسلام بُود

ترجمو: ”ضياءِ بلخي خوش طبع هو، تاج شيخ الاسلام جو ڀاءُ هو.“

علم جي ڪري ماڻهو ان جي اڳيان هميشه صحبت ۽ درس جا طالب رهندا هئا. دارالخلافه بلخ جو شيخ الاسلام تاج بِندرو ۽ ڇُوزي وانگر پتڪڙو هو. تاج شيخ الاسلام جيتوڻيڪ وڏو صاحبِ علم هو پر ضياءَ خوش طبعي ۾ اُن

کان وڌيل هو. شيخ الاسلام تمام بندرو ۽ ضياءَ تمام ڏکيو هو. شيخ الاسلام ۾ سوين تڪبّر ۽ ناز هئا، ضياءَ هدايت يافته واعظ هو. شيخ الاسلام جو پنهنجي ڀاءُ کان ذلت محسوس ڪرڻ غير مناسب هو. مجلس جي ڏينهن ضياءَ اندر آيو. دربار قاضين ۽ منتخب ماڻهن سان ڀريل هئي. شيخ الاسلام پوري غرور سان ان ڀاءُ جي تعظيم جي لاءِ اڌ اُٿي ويٺو. ضياءَ کي محسوس ٿيو ته سندس دماغ ۾ تڪبّر آهي انهيءَ ڪري فوراً ان کي شرمندو ڪرڻ گهريائين. هُن چيو ته جي هائو توهان ماڻهن کي معتقد بنائي ڪري نذرانه وصول ڪرڻ جي لاءِ ڏگها آهيو ۽ طنز ڪندي چيائين ته پنهنجي سَرُو قد مان به ڪجهه چورائي ورتو اٿوَ.

## امير جي غلام ۽ زاهد واري حڪايت ڏانهن واپسي

*پس تُرا خود هوش کو د عقل کُو*

*تا خوری مے اے تو دانش را عَدُو*

ترجمو: ”پوءِ توکي خود هوش ڪٿي ۽ عقل ڪٿي آهي؟ اي عقل جا دُشمن! تان ته تون شراب ٿو پئين.“

بزرگ روميؒ وري زاهد جي قصي ڏانهن موٽيو آهي حسين ڇهري کي نظربد کان بچائڻ جي لاءِ مٿي تي نيل (نشان) لڳايو ويندو آهي، پر جيڪڏهن بدصورت نيل لڳائي ته اهو وڌيڪ خراب لڳندو. اي گمراه! تو ۾ نور ڪڏهن آيو آهي؟ جو تون شراب پئين ۽ ظلمت جو طالب بنجي وڃين. ڀاڄي تلاش ڪرڻ ۽ ڳولڻ جو قاعدو ۽ قانون ڏينهن ۾ آهي، تون ڪڪرن واري رات ۾ ڀاڄي جو طالب بنيو آهين. شراب جيتوڻيڪ عوام جي تقويت جي لاءِ حلال آهي پر نفس جي لذت جي لاءِ حلال شيءِ به پرهيزگارن جي لاءِ ممنوع ٿي ويندي آهي. عاشق شراب جي بجاءِ دل جو رت پيئندا آهن ۽ اهي راهه ۽ منزل جي فڪر ۾ لڳا رهندا آهن. انهن کي عيش پرستي جي فُرصت ڪٿي آهي. راهِ طريقت خوفناڪ رستو آهي ان ۾ ته گهڻن حواسن جي ضرورت آهي. عقل جڏهن شراب جي گِرهڻ ۾ هجي ته پوءِ اهو عقل ڪهڙي رهنمائي ڪندو؟ مدهوش جو عقل ڪهڙي راهنمائي ڪندو اهو ته قافلي کي گمراهه ڪري ڇڏيندو. جيڪڏهن جَوَن جي ماني سان به حظّ نفس حاصل ٿئي ته ڀوسي جي ماني کائڻ گهرجي. نفس راهِ خدا جو دشمن آهي اُن کي هر وقت ذليل رک، ان جي عزت نه ڪر، ڦاسيءَ تي چاڙهه. چور جو هٿ وڍڻ گهرجي. اهو مُمڪن نه هجي ته هٿ ٻڌڻ گهرجن ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن تون چور کي آزاد ڇڏيندين ته اهو توکي تباهه ڪندو، تون دشمن کي ڪمند ۽ شراب ڇاجي لاءِ ڏين ٿو؟ اُن کي راحت سان ڇو رکين ٿو؟ ڇڏ ته زهر پيئي ۽ مِٽي کائي.

## امير جو ڪاوڙ ۾ اچي زاهد کي سزا ڏيڻ جي لاءِ وڃڻ

*رفت پیشِ میر و گفتش بادہ کُو*

*ماجرا را گفت یک یک پیش اُو*

ترجمو: ”اهو غلام امير جي اڳيان پهتو ته امير کيس چيو: شراب ڪٿي آهي؟ اِن تي هُن هڪ هڪ ڪري کيس سڀ ڳالهيون ٻڌايون.“

مطلب ته غلام پڄندي امير وٽ پُهتو ۽ اُن کي سڄو قصو ٻڌايائين. امير باهه ٿي ويو ۽ اُٿيو. چيائين مون کي ڏيکاريو ته زاهد جو گهر ڪٿي آهي؟ تان ته آئون هن ڳري گُرز سان ان جو مٿو ڦاڙيان! امير ڪاوڙ مان چيو ته اهو زاهد خود ڪتو آهي، ان جو امر باالمعروف سان ڪهڙو واسطو؟ هو فقط شُهرت جو طالب آهي. اهو مڪر سان پنهنجي جڳهه بنائڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي نمايان ڪرڻ چاهي ٿو. ان جو هُنر فقط ماڻهن سان مڪر ڪرڻ آهي. اهو جيڪڏهن ديوانو ۽ فتنه انگيز آهي ته مٿي مان شيطان ٻاهر ٿو ڪڍانس. گڏهه ڪنيار جي مار کان سواءِ ڪڏهن هلندو آهي؟ امير

ٻاهر نڪتو. گُرز هٿ ۾ هوس ۽ ڪاوڙ ۾ چريو ٿي رهيو هو. زاهد وٽ اڌ رات جو اڌوري مستيءَ ۾ پُهتو. ڪاوڙ مان زاهد کي مارڻ گهريائين، زاهد پڇي اُنَ جا رسا وٺڻ وارن جي اُنَ ۾ لِڪي ويو ۽ اتي امير جون ٻُريون پليون ڳالهيون ٻڌندو رهيو. زاهد پنهنجي دل ۾ چيو تہ ڪنهن جي منهن تي برائي ڪرڻ جي لاءِ آرسي وارو چهرو هجڻ گهرجي تان تہ مار کائي سگهي. آرسي لوهہ مان مار کائي پوءِ ٺهي ٿي.

**هڪ مسخري جي سيد شاهہ ترمذ کي مات ڏيڻ جي حڪايت**

شاه باولقک همی شطرنج باخت

مات کردش زود خشم شه بتاخت

ترجمو: "بادشاهہ مسخري سان شطرنج جي بازي لڳائي. تہ مسخري بادشاهہ کان کٽيو تہ بادشاهہ کي جلد ڪاوڙ چڙهي ويئي."

هارائڻ واري جي تحقير جي لاءِ شہ شُہ جا آواز ڪيا ويندا آهن. مسخري شُہ شُہ چيو تہ متڪبر بادشاهہ ڪاوڙجي پيو ۽ شطرنج جو هڪ هڪ مُهرو کڻي مسخري کي هڻندو رهيو ۽ چوندو رهيو تہ وٺ هي تنهنجو شُہ آهي. اُن مسخري صبر ڪيو ۽ پناهہ گهُري. امير ٻئي بازي لڳائڻ جي لاءِ چيو تہ اهو مسخرو ائين ڏڪيو جيئن اُگهاڙو سياري کان ڏڪندو آهي پر ٻي بازي پڻ بادشاهہ کان کٽيائين. هاڻي مسخري جي لاءِ شُہ جو وقت اچي ويو، مسخرو پڇي ڪُنڊ ۾ لڪو. ڊپ کان پاڻ تي ڇهن آنن جون تهيل سوڙيون وڌائين ۽ ليٽي رهيو. ڇهن وهاڻن ۽ سوڙين هيٺان لِڪي ويو، تانتہ بادشاهہ جي مار کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري. بادشاهہ چيو تہ هي ڪهڙي حرڪت آهي؟ مسخري چيو تہ شُہ شُہ چوڻ جي لاءِ سوڙين ۾ لِڪي ويو آهيان، ڪاوڙ واري ماڻهوءَ کي حق ڳالهہ سوڙين ۾ لِڪي چئي سگهجي ٿي ورنہ زخم برداشت ڪرڻا پون ٿا.

**امير جو زاهد جي دروازي تي اچڻ ۽ در کي لتون هڻڻ**

چوں محلّه پُرشد از هیهای میر

وز لکد بر درزدن وز دارو گیر

ترجمو: "جڏهن امير جي هل هنگامي، دروازي تي لتن هڻڻ سان ۽ پڪڙ ڌڪڙ تي پاڙي وارا گڏ ٿي ويا."

امير جي شور ۽ در کي ٺڏا هڻڻ سان پاڙي جا ماڻهو گڏ ٿي ويا. ساڃي ڪاهي کان ماڻهو ٻاهر نڪري آيا ۽ چوڻ لڳا تہ اي پيشرو! معافي ۽ راضي ٿيڻ جو وقت آهي، زاهد جو دماغ خُشڪ ٿي ويو آهي. هڪ تہ پيري ٻيو زهد، جنهن اُن کي وڌيڪ ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي ۽ وري مٿس ڪُشادگي يعني بسط جي ڪيفيت طاري ڪونہ ٿي آهي. زاهد تڪليفون برداشت ڪيون آهن ۽ اڃا تائين ڪجهہ فيض نہ لڌو آهي. محنت ڪئي اٿس ۽ اڃا مزدوري ڪونہ ملي اٿس يا اُن جي عبادت ۾ اخلاص ڪونہ هو يا عبادت تہ مقبول ٿي پر اجر جو وقت ڪونہ آيو آهي يا اُن جي ڪوشش يهودين جي عبادت وانگر بيڪار آهي. اُن کي تہ پنهنجون ئي مصيبتون ڪافي آهي ۽ توهان ڇو ٿا مصيبت ۾ وجهوس، ڇو جو اهو ان خوفناڪ واديءَ ۾ بيڪس ۽ عاجز آهي. هو مايوسيءَ جي حالت ۾ گوشہ نشين آهي. مُنهن ڦِتايو ۽ چپ لڙڪايو ويٺو آهي، نہ ڪو اک جي علاج وارو آهي جو اُن جو فڪر ڪري، نہ اُن کي عقل آهي جو هو سرمي جي ڳولا ڪري. وهم ۽ گمان سان ڪوشش ڪري رهيو آهي، معاملو نيڪ ٿيڻ تائين اهو وهم ۾ آهي. جئين تہ اڃان اُن جو پنهنجي هستيءَ سان تعلق آهي انهيءَ ڪري مُشاهدي جي منزل اُن کان پري آهي. اهو ڪنهن وقت تہ خدا سان ٻہ وڙهندو آهي تہ ان کان مون کي غم ڇو مليو آهي. ڪنهن وقت تہ خود پنهنجو پاڻ کي ٻُرو ڀلو چوڻ لڳندو آهي تہ سڀ

پرواز ڪري رهيا آهن ۽ اسان جا پر ڪٽيل آهن. جنهن ۾ خودي باقي آهي. چاهي اهو زاهد ڇو نہ هجي اهو تنگيءَ ۾ رهندو آهي. جيستائين خوديءَ جي تنگ رستي کي فنا نہ ڪندو ان کي بسط جي ڪيفيت حاصل نہ ٿيندي. بسط جي ڪيفيت طاري ٿيڻ کان پهريان قبض جي حالت ۾ ڪنهن وقت سالڪ پاڻ کي هلاڪ ڪري وجهندو آهي، انهيءَ ڪري اڪيلائي ۾ اُن کي ڪڏهن بہ تلوار ۽ چاڪي نہ ڏيڻ گهرجي. قبض جي حالت ۾ ايتري قدر تنگ دل ٿيندو آهي جو پنهنجي نامرادي واري ڏک ۾ سالڪ پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪري ڇڏيندو آهي. دنيا جي ناڪامي انسان جي لاءِ بهتر آهي، مراد حاصل ٿيڻ سان انسان بدمزاج ۽ سرڪش ٿي ويندو آهي.

**وحيءَ ۾ دير جي ڪري حضور ﷺ جن جو ردعمل.**

مصطفیٰ را ہجر چوں بفراختے
خویش را از کوہ می انداختے

ترجمو: ”مصطفيٰ ﷺ تي جڏهن فراق غالب ٿيندو هو تہ هو پنهنجو پاڻ کي جبل تان ڪيرائڻ جو ارادو ڪندو هو.“

قبض جي اها ڪيفيت وڏيڪ مشاهدي نہ هجڻ سان پيدا ٿيندي هئي، هونئن نہ تہ ڪين هڪ نموني جو مشاهدو هر وقت حاصل هو. جبرئيل عليه السلام پاڻ سڳورن کي چوندو هو تہ خبردار! ائين نہ ڪريو ڇاڪاڻ تہ الله جي حڪم سان توهان جي لاءِ گهڻيون دولتون آهن. پاڻ سڳورا ﷺ رُڪجي ويندا هئا، وري فراق حملو ڪندو هو، وري جبل تي چڙهندا ۽ اهڙي قسم جو ارادو ڪندا هئا. پوءِ جبرئيل عليه السلام ايندو هو ۽ چوندو هو تہ اي بي نظير ۽ بي مثال بادشاهہ! ائين نہ ڪريو. پردي کلڻ تائين ائين ٿيندو رهيو ايستائين جو پاڻ سڳورن ﷺ مقصد جو موتي ڳولي لڌو. انسان دنيا جي مصيبت جي ڪري پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪندو آهي. قبض جي اها ڪيفيت تہ سيني مصيبتن جو بنياد آهي. انبياء ۽ بزرگ جيڪي راهِ حق ۾ فدا هوندا آهن انهن تي ماڻهن کي تعجب ٿيندو آهي حالانڪہ هر انسان سندن سيرت تي جان ڏيندو آهي. راهِ حق ۾ قربان ٿيڻ قابلِ مبارڪباد آهي. هي حق جو رستو ان جي لائق آهي تہ ان تي قربان ٿيڻ گهرجي. ان رستي تي قربان ٿيڻ سان سوين زندگيون حاصل ٿين ٿيون. عاشق ۽ معشوق هميشہ ٻنهين جهانن ۾ نصيب ور ۽ نيڪ نام آهن. دنيا ۾ هر شخص ڪنهن نہ ڪنهن مشغل تي اهڙو فريفتہ هوندو آهي جنهن ۾ عمر صرف ۽ خرچ ڪندو آهي ۽ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪندو آهي. سڀ کان بهتر هي آهي تہ انسان پنهنجو پاڻ کي هجر حق ۾ فنا ڪري يا وصل ۾ فنا ڪري. وصل ۾ فنا ڪندو تہ نہ پوءِ عاشقي باقي، نہ معشوق يعني ذاتِ باري معشوق جي حيثيت سان باقي نہ رهندي، مجردّ ذاتِ حق باقي رهندي. اي منهنجا مهربانو! عشق وارن تي رحم ڪريو. عاشق تي محويت طاري رهندي آ ي ۽ اهو هر گهڙي فنا ٿيندو رهندو آهي. محلي وارن زاهد تي ڪاوڙيل امير کي چيو تہ هن جي سختي کي معاف ڪري ڇڏيو هو خود بدبختي ۾ مبتلا آهي، تون ان کي هيءَ گهڙي سزا ڏئين ٿو. حديث شريف ۾ آهي تہ، اِرۡحَمُوۡا مَنۡ فِی الۡاَرۡضِ يَرۡحَمۡکُمۡ مَّنۡ فِی السَّمَآءِ ”توهان زمين وارن تي رحم ڪريو آسمان وارو توهان تي رحم ڪندو.“ اي امير! تو بہ غفلت ۾ گهڻا قصور ڪيا آهن. قرآن شريف ۾ آهي تہ فَمَنۡ يَّعۡمَلۡ مِثۡقَالَ ذَرَّةٍ خَيۡرًا يَّرَهٗ ۞ وَ مَنۡ يَّعۡمَلۡ مِثۡقَالَ ذَرَّةٍ شَرًّا يَّرَهٗ ۞(الزلزال:7-8)”جيڪو هڪ ذرو خير ڪندو ان کي ڏسندو ۽ جيڪو هڪ ذرو شر ڪندو ان کي ڏسندو، ٻين ظالم اميرن جي انجام جا قصا ٻڌي ڪري عبرت حاصل ڪر.

**امير جو زاهد جي سفارشين کي جواب**

میر گفت آں کیست تاسنگے زند
بر سُبوی ما سُبو را بشکند

ترجمو: ”امير چيو تہ اهو ڪير ٿيندو آهي جيڪو اسان جي مٽ کي پٿر هڻي ٽوڙي ٿو؟“

سفارشين جي جواب ۾ امير چيو تہ اُن زاهد کي کيئن همت ٿي جو منهنجي مٽ کي ڀڃي. منهنجي گهٽيءَ مان نر شينهن بہ لنگهندو آهي تہ ڊڄندي لنگهندو آهي بلڪ ڊپ مان پيرن تي زور ڏيئي ڀڄندو آهي. منهنجي اڳيان اُرڙ نانگ بہ ماکوڙي بنجي ويندو آهي. زاهد منهنجي غلام کي ستايو ۽ مون کي مهمان جي اڳيان شرمندو ڪيو. اهڙو قيمتي شراب زاهد هاريو جيڪو اُن جي خون کان بہ وڌيڪ قيمتي هو ۽ هاڻي ڊڄي عورتن وانگر گهر ۾ لِڪي ويو پر اهو منهنجي هٿان بچي ڪونہ سگهندو. جيڪڏهن اهو پکي ٿي اڏامندو تہ آئون بہ تير هلائي ان کي ماريندس. جيڪڏهن مڇر بنجي پاڻيءَ ۾ لِڪندو تہ منهنجو قهر اتي بہ اُن کي تہ و بالا ڪري ڇڏيندو. اهو چاهي ڪهڙي بہ تدبير ڪري پر مون کان جان نہ بچائي سگهندو. جيڪڏهن اهو پٿر جي دل ۾ لِڪندو تہ آئون اُن کي اُتان بہ ڪڍندس. سندس حالت ڏسي ٻيا بہ عبرت حاصل ڪندا ۽ ڪنهن کي بہ اهڙي گستاخيءَ جي جرئت ڪونہ ٿيندي. زاهد جو ڪم مڪّاري ۽ حيلہ بازي آهي ۽ اهو طريقو هُن پنهنجي شهرت ظاهر ڪرڻ جي لاءِ تلاش ڪيو آهي، هين سان تہ ڪندو هو پر مون سان بہ هُن مڪاري ڪئي، هاڻي اُن کي ۽ اُن جهڙن ٻين سوين مڪارن کي سزا ڏيندس. امير کي ايتري قدر ڪاوڙ اچي رهي هئي جو سندس وات مان باهہ جا شعلا نڪري رهيا هئا.

**پاڙيسرين ۽ سفارشين پاران امير جي ٻيهر خوشامد ڪرڻ**

*آں شفیعاں از دم و ہیہای او*

*چند بوسیدند دست و پای او*

ترجمو: "انهن سفارشين (امير جي) شور گوڙ ۽ دعويٰ جي ڪري ان جا ڏاڍا هٿ پير چُميا."

سفارشين ٻيو دفعو اُن امير جا هٿ پير چُميا ۽ ڪيس گذارش ڪئي تہ اي امير! بدلو وٺڻ توهان جي لاءِ مناسب نہ آهي. جيڪڏهن توهان جو شراب ضايع ٿي ويو تہ ڪو حرج نہ آهي، توهان شراب کان سواءِ بہ تمام سُٺا آهيو. شراب تہ توهان جي سرور مان فيضياب آهي ۽ پاڻيءَ جي پاڪيزگي توهان جي پاڪيزگيءَ جي اڳيان هيچ آهي. توهان جو قد ۽ رُخسار شراب کان سواءِ حسين ۽ خوبصورت آهي ۽ توهان ۾ شراب کان سواءِ بہ اها مستي آهي جو مست ان تي حسد ڪن ٿا. توهان جو رنگ خود گلابي آهي توهان کي گلابي شراب ۽ ڳاڙهاڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. جڏهن توهان جو رُخ خود منور آهي تہ گُلن وارو توهان جي رنگ جو محتاج آهي. توهان کي تہ نہ شراب درڪار آهي نہ ڳاڙهاڻ. شراب ۾ جيڪو جوش آهي اهو توهان جي ڇهري جي شوق جي ڪري آهي. اي چمڪندڙ چنڊ! توکي ڪڪرن جي ڪهڙي پرواهہ! تون سمنڊ آهين سمنڊ کي قطري جي ڪهڙي ضرورت آهي! تون درياءَ آهين شبنم کي ڇا ڪندين! توهان مُجسّم وجود آهيو زاهد کي ختم ڪري ڇا ڪندوءِ. توهان خود مجسّم خوشي آهيو شراب مان خوشي حاصل ڪري ڇا ڪندوءِ! ڪائنات تي انساني فضيلت جي بيان ۾ قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِيٓ اٰدَمَ (بني اسرائيل:70) "۽ الله آدم جي اولاد کي عزت بخشي آهي." قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اِنَّآ اَعْطَيْنٰكَ الْكَوْثَرَ ۞ (الكوثر:1) "بيشڪ اسان توهان کي ڪوثر عطا ڪيو آهي." جيتوڻيڪ اها حضور ﷺ جي خصوصيت آهي پر اها فضيلت حضور ﷺ کي انسان ڪامل هجڻ جي ڪري حاصل ٿي آهي. انسان بمنزلہ جوهر جي آهي ۽ سڄي ڪائنات بمنزلہ عرض جي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ خَلَقَ لَكُمْ مَّا فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا (البقره:29) "جيڪي ڪجھ زمين ۾ آهي اهو توهان جي لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي." جڏهن انسان جي لاءِ اهي فضيلتون آهن تہ پوءِ توکي پنهنجو پاڻ کي رائيگان نہ ڪرڻ گهرجي. ڪائنات انسان جي خدمتگار آهي. هاءِ افسوس! تون ڪتابن مان علم حاصل ڪرين ٿو. تون پوسي مان حلوي جو لُطف حاصل ڪرين ٿو! توکي تہ لدني علم حاصل ڪرڻ گهرجي. انسان علم جو سمنڊ آهي ان کي معمولي علمن ۾ منهمڪ نہ هجڻ گهرجي. ٽن گزن جي جسم ۾ عالم حيران ٿي ويو آهي. صوفين وٽ انسان عالمِ اڪبر آهي،

دنياوي لذتون فاني آهن جن مان تون لطف اندوز ٿيڻ چاهين ٿو. انسان سج آهي ۽ ڪائنات ذرڙو آهي. زهره ستارو خود چمڪدار آهي ان ڪي باهه مان روشني وٺڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. بي ڪيف مجّرد روح جيڪو ڪم ۽ ڪيف کان پاڪ آهي. ڪيف ۾ ڪيئن قيد ٿي ويو. سج عُقده (اهو برج جنهن ۾ پهچي ڪري سج گِرهڻجي ويندو آهي) ۾ ڦاسي ويو، اهو افسوس آهي!

**امير جو سفارشين ڪي وري جواب ڏيڻ**

گفت نے نے من حریفِ آں میمَ
من بذوقِ ایں خوشی قانع نیمَ

ترجمو: ”اُن چيو: نه، نه، آئون ان شراب جو دوست آهيان، آئون ان خوشيءَ جي ذوق تي قانع نه آهيان.“

امير چيو ته آئون ان شراب جو دوست نه آهيان پر آئون شرابِ معرفت جو دوست آهيان. آئون سيني خوفن ۽ اميدن کان نجات حاصل ڪيل آهيان. بيدمشڪ جي وڻ وانگر هر پاسي جهومان ٿو. آئون ائين آزادي چاهيان ٿو ته ياسمين جي وڻ وانگر ڪڏهن هيٺن جهومان ۽ ڪڏهن هونئن جهومان. جنهن ڪي معنوي شراب حاصل ٿي ويو اهو ان شراب مان مستي حاصل ڪندو. انبيائن ڪي معنوي شراب حاصل آهي، انهن جي فطرت ۾ الله سان محبت ڪرڻ آهي، ڇاڪاڻ ته انهن جي جان ان خوشيءَ ڪي ڏٺو آهي. ظاهري خوشيون انهن جي لاءِ راند نظر اچن ٿيون. حقيقي نور جي مقابلي ۾ هر شيءِ تاريڪ آهي. حديث شريف ۾ آهي ته اَلْجُوْعُ طَعَامُ اللهِ يُرْزَقُ بِهِ الصَّادِقِيْنَ، ”بُک الله جو کاڌو آهي جنهن جي ذريعي سچن ڪي رزق ڏنو ويندو آهي.“ جيڪو شخص بُک ۾ خدا جو کاڌو کائي اهو ماني ۽ ڀوڙ جي تمنا ڪيئن ڪندو؟ جيڪو شخص باغ ۾ سُتل هجي اهو بيوقوفن وانگر باهه جي ٻنيءَ جي خواهش ڪيئن ڪندو. جهڙي طرح استسقاء (جلندر) جو مريض پاڻيءَ مان ڍو نٿو ڪري اهڙي طرح شرابي شراب مان ڪناره ڪش نٿو ٿئي. اهو ئي حال نورِ حقيقي جي عاشق جو آهي جيڪو شخص زنده معشوق جو دوست (يعني عالم آخرت جو عاشق) ٿي ويو هجي، اهو مُردي سان (دنيا سان) بغل گير ڪيئن ٿيندو؟ ها مُردي ڪي اهو بغل ۾ وٺندو جنهن ڪي دنيا ۾ دل جو پتو نه پوي.

**آيت: وَاِنَّ الدَّارَ الْاٰخِرَةَ... جو تفسير**

آں جہاں چوں ذرّہ ذرّہ زندہ اند
نکتہ دانند و سُخن گویندہ اند

ترجمو: ”هن جهان جو ذرو ذرو زنده آهي، اِن نُڪتي ڪي سمجهڻ وارا ۽ ڳالهه ڪرڻ وارا اجا زنده آهن.“

مُرده جهان ۾ اُن ڪي راحت نه آهي، ڇاڪاڻ ته اهو چارو ۽ گاه جانورن جي لائق آهي. جنهن جي مجلس ۽ وطن چمن هجي، اهو باهه جي ٻنيءَ ۾ شراب ڪيئن پيئندو. پاڪ روح جو مقام عِلييّن (جنت جو اعليٰ مقام) آهي. بلبل جو مقام ٻوٽا ۽ نسرين گل آهي. ڪيڙي جو وطن ڇيڻو آهي. جيڪي خاصانِ خدا آهن اِهي شرابِ طهور پيئن ٿا. انڌن پکين جي لاءِ کارو پاڻي آهي، جنهن جي لاءِ حضرت عمرؓ جو انصاف نمودار نه ٿيو اُن جي لاءِ خوني حَجّاج مُنصف آهي. ڇوڪرين ڪي مئل گُڏيون ڏيندا آهن ڇاڪاڻ ته اهي زندگيءَ جي راند کان واقف نه آهن. جيستائين جواني جي قُوّتِ بازو نٿا رکن تيستائين ٻارن جي لاءِ ڪاٺيءَ جي تلوار بهتر آهي. ڪافر انبيائن جي تصويرن تي قانع نه آهي جيڪي انهن گرجا گهرن ۾ ٽاهي رکيون آهن. جيئن ته اسان جي لاءِ عالمِ آخرت روز روشن وانگر آهي، انهيءَ ڪري اسان ڪي تصويرن جي ڪا پرواهه نه آهي. تصوير نقش ۽ عڪس مان ٺهندي آهي. انبيائن جو هڪ نقش دنيا ۾ هوندو آهي ۽ ٻيو نقش عالمِ بالا تي هوندو آهي. ظاهري نقش جا عضوا دنيا جي ڪمن ۾ هوندا آهن ۽ ٻيا عضوا الله تعاليٰ

سان مصروف هوندا آهن. ظاهري ڪن انسانن جون ڳالهيون ٻڌي ٿو، باطني ڪن الله تعاليٰ جا اسرار ٻڌي ٿو. ظاهري اکيون انسانن جا حُليا ڏسن ٿيون باطني اک مَازَاغَ الۡبَصَرُ (النجم:17) ۾ حيران آهي. حضور ﷺ جي باري ۾ آهي ته اُن جي اک نه ٽيڏي ٿي ۽ نه سرڪشي ڪئي پر صحيح ڏٺو. عارف ڪامل مشاهده حق ۾ حيران رهندا آهن. ظاهري هٿ لين دين ڪري ٿو پر باطني هٿ يڪتا ۽ بي نياز جي در تي آهي. ظاهري پير مسجد جي صف ۾ صف بندي ڪرائڻ وارا آهن پر باطني پير آسمان تي طواف ۾ آهن. ظاهري جسم زمان ۽ مڪان جو پابند آهي پر عُلوي جسم وقت ۽ مڪان ڪان پاڪ آهي.

عنصري جسم موت تائين آهي. علوي جسم، ابدي ۽ ازلي آهي. جهڙي طرح ان جا ٻه جسم آهن اهڙي طرح ٻالا ٻه آهن: هڪ ولي الدولتين: دنيا ۽ آخرت جي بادشاهي جو والي ۽ ٻيو امام القبلتين يعني بيت الله ۽ بيت المقدس جو امام. هاٿي ان ڪي نه تنهائي جي ضرورت آهي نه چلہ ڪشيءَ جي. اهو هر حالت ۾ الله تعاليٰ سان گڏ آهي. دنيا ان جي لاءِ حجاب نٿي بڻجي سگهي. اُن جي لاءِ هر وقت ڏينهن آهي. رات جي اونده ان جي لاءِ حجاب نه آهي. بيماري ۽ پرهيز ختم ٿيا. بُحران ڪونه رهيو، يعني نه اُن ۾ مرض آهي نه پرهيز جي ضرورت آهي. الف وانگر سِڌائي سان ڏٺيءَ ڪي پهچي ويو. هاٿي اُن جي پنهنجي ڪا وصف ڪونه رهي. اهو پنهنجي اوصاف بشري ڪان نڪري بارگاه خداوندي ۾ پُهتو. پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي اوصاف جو جامو ان ڪي پارايو. جيئن ته هاٿي اهو اوصاف خداوندي سان مُتّصف آهي انهيءَ ڪري ان جا مرتبا تمام بُلند ٿي ويا. جڏهن سٽ صاف ٿي ويندو آهي تڏهن ٿالهيءَ جو مٿيون حصو صحيح نظر ايندو آهي. سٽ تَرَ ۾ تڏهن رهندو آهي جڏهن ان ۾ مِٽيءَ جي ملاوٽ هوندي آهي. روح به جڏهن جسماني عوارض ڪان پاڪ ٿي ويندو آهي تڏهن عالمِ بالا ۾ پهچي ويندو آهي. جسماني واسطن ان روح ڪي روڪي ڇڏيو هو ورنه روح پرواز ۾ چالاڪ آهي. حضرت آدم عليه السلام ڪي هيٺ لهڻ جو حڪم ڪٽڪ ڪائڻ جي ڪري ٿيو انهيءَ ڪري روح ڪي جسم جي کوه ۾ لٽڪايو ويو. هاروت ملائڪن مان هو پر الله تعاليٰ جي ناراضگي جي ڪري اهو کوه ۾ لٽڪايو ويو. اهو اونڌو هِن ڪري ڪيو ويو ته اُن سرڪشي ڪئي ۽ اصل ڪان پري ٿيو. ٺوڪري يا ٿيلهي جيڪا دريا ۾ آهي، پنهنجي پاڻيءَ تي گهمنڊ ڪري پئي درياءَ ڪان پري ٿي ته پاڻيءَ ڪان خالي ٿي وئي، اُن تي سمنڊ رحم ڪيو ۽ اُن ڪي ٻيهر سڏيائين. روح ڪي جڏهن وڇوڙي جو پڇتاءُ بدرجہ اتم محسوس ٿيو ۽ شائبہ ڪِبر ختم ٿيو تڏهن بنان سبب ۽ محنت جي درياءِ وحدت جي رحمت ۾ پُهتو. اُن ڪي واپس سڏيائين.

انسان ڪي قربِ الاهي جي جُستجو ڪرڻ گهرجي. اهو چهرو جيڪو غم ۽ اندوه جي ڪري هيڊو ٿي ويو آهي اُن ۾ جوهر پيدا ٿي ويندو ۽ اهو سرخ رو ٿي ويندو. اهل الله جو چهرو زرد (هيڊو) الله جي ملاقات جي انتظار جي ڪري هوندو آهي. جيڪو هڪ مقام تي بيهي رهندو آهي اُن جو چهرو سُرخ رهندو آهي. جيڪي وڏيڪ درجن جي لالچ ۾ رهندا آهن اهي ايرا ۽ هيڊن منهن وارا ٿي ويندا آهن. اهل الله جي چهري جي زردي درد ۽ بيماري جي ڪري ڪونه هوندي آهي. اهل الله جي چهرن جي زردي جيئن ته ڪنهن بيماريءَ جي ڪري نه آهي، ان ڪري ظاهري طبيب ان مان حيران ٿيندا آهن. جڏهن سالڪ الله تعاليٰ جي انوار سان پنهنجي طمع وابسته رکندو آهي تڏهن ان جي نفس ڪي لذت حاصل ٿيندي آهي. جڏهن بشري صفتون بلڪل فنا ٿي وينديون آهن تڏهن سالڪ ڪي بنا پاڇي جي نور حاصل ٿيندو آهي ۽ جيڪڏهن صفات بشري ڪجھ باقي رهنديون آهن ته نور بي سايہ حاصل ڪونه ٿيندو آهي پر اهڙو نور حاصل ٿيندو آهي جيئن پروڻ مان لنگهي ڪا روشني اچي، اُن ۾ ڪجھ نور هوندو ڪجھ پاڇو هوندو. جيڪي عاشق آهن اهي بلڪل بشري صفات ڪان عاري ٿيڻ چاهين ٿا. نامرد ڪي ان جي ڪا پرواه ڪونه هوندي آهي. جيڪي مجاهده ڪندا آهن اهي بشري صفات ڪان خالي ٿي ويندا آهن. اهو خوانِ نعمت انهن روزيدارن جي لاءِ آهي. دنيادار جيڪي وڏي مک وانگر آهن انهن جي لاءِ شوربو ۽ چُلهه برابر آهي، اهي اُن ڪي چاهيندا آهن.

**بادشاھ جو اياز کي ٻيھر چوڻ تہ پنھنجو مطلب سمجھاءِ!**

*اين سخن از حد و انداز ست بيش*
*اے اياز اکنوں بگو احوالِ خويش*

ترجمو: ”اھا ڳالھ حد ۽ اندازي کان چڙھيل آھي. اي اياز! ھاڻي تون پنھنجو احوال ٻڌاءِ.“

اي اياز، جيڪي ڪيفيتون تو تي طاري ٿين ٿيون انھن جا احوال ٻڌاءِ توتي نوان نوان احوال طاري ٿين ٿا، تون انھن احوالن تي يا جيڪي ڪيفيتون توکي حاصل ٿيون آھن تون انھن تي ڪڏھن راضي ٿين ٿو؟ پنھنجي سُٺين ڪيفيتن جي ڳالھ ٻُڌاءِ، طرفن ۽ پنجن حواسن جي ڳالھ ڪي ڇڏ! اياز چيو تہ جيڪڏھن باطني احوال ناقابلِ بيان آھن تہ ظاھري احوال خالص ۽ تشبيھات سان گڏ ٻڌايان ٿو. جيڪڏھن يار جي مھرباني ھجي تہ امتحان جون تلخيون خوش گوار ٿي وينديون آھن. انھن تلخين ۾ ايتري قدر مٺاڻ ھوندو آھي جو جيڪڏھن انھن جو ھڪ قطرو سمنڊ ۾ ڪري پوي تہ سمنڊجي ڪاراڻ ختم ٿي وڃي. احوالن کي بقا نہ آھي اھي طاري ٿيندا آھن ۽ وري عالمِ غيب ڏانھن ھليا ويندا آھن. ھر روز جو حال ٻئي ڏينھن معدوم ٿي ويندو آھي ۽ ٻيو حال اچي ويندو آھي، جيئن نھر جو پاڻي وھندو رھندو آھي ۽ اُن جي جاءِ نئون پاڻي وٺندو آھي. ھر روز ھڪ نئين خوشي حاصل ٿيندي آھي ۽ ھر ڏينھن جي فڪر جو نئون اثر ٿيندو آھي.

**ماڻھوءَ جو جسم: اوطاق، سوچون: مھمان، عارف صابر: مھمان نواز ابراھيم خليل الله**

*ہست مہماں خانہ ايں تن اے جواں*
*ہرصباحے خيف نو آيد دواں*

ترجمو: ”اي جوان! جسم مھمان خانو آھي، ھر صبح جو نئون مھمان ڪھي ايندو آھي.“

جڏھن انسان صبح جو سمھي اُٿندو آھي تڏھن ان جي ذھن ۾ ھڪ نئون خيال ايندو آھي. مون اھو غلط چيو تہ صبح جو خيال مھمان بڻجي ايندو آھي، صحيح ڳالھ ھي آھي تہ صبح جو ئي نہ پر ھر وقت خوشي ۽ غم جو خيال انسان جي ذھن ۾ ايندو رھندو آھي. حضرت ابراھيم خليل الله جي مھمان نوازي مشھور آھي، ان ڪري بزرگ رومي چوي ٿو تہ اي خليل! کِلندڙ پيشانيءَ وارو ميزبان ٿيءُ، دروازو بند نہ ڪر ۽ رستي ۾ مھمان جو انتظار ڪندو رھ. جيڪو خيال بہ دل ۾ اچي اُن کي مھمان تصور ڪري اُن جي خاطر تواضع ڪرڻ گھرجي. ڪنھن مھمان خيال کي ھيءُ نہ چئو تہ اھو ڳچيءَ ۾ پئجي ويو، ڇاڪاڻ تہ اھو بہ عدم ڏانھن پرواز ڪري ويندو.

**اَويلي مھمان ۽ گھر ڌياڻيءَ جي ڳالھ**

*آں يکے رابيگہاں آمد قُنق*
*ساخت اورا ہمچو اندر عُنق*

ترجمو: ”ھڪ ميزبان وٽ اويلو مھمان آيو پر ھُن ڪيس جيءَ ۾ جايون ڏنيون.“

ھُن مھمان جي لاءِ دسترخوان وڇايو، نوڙت ڪئي، اُن رات سندن گھٽيءَ ۾ شادي ھئي. مرد زال کي چيو تہ اڄ جيئن تہ مھمان بہ آھي انھيءَ ڪري بہ بستر وڇائج، منھنجو بسترو دروازي کي ويجھو ۽ مھمان جو بسترو اندر لڳائج. زال چيو: بلڪل خدمت بجا آڻينديس. اي ٻن روشن اکين وارا! مون ٻڌو ۽ مڃيو. زال بہ بسترا وڇايا ۽ شاديءَ واري گھر ۾ ھلي ويئي ۽ اتي ترسي پيئي. مھمان ۽ مائي جو مڙس گھر ۾ رھيا. مھمان جي اڳيان کٽا ۽ مِٺا ڪاڏا رکيائون. ميزبان ۽ مھمان ٻئي بزرگ ھئا. اڌ رات تائين نيڪ ۽ بد قصن ۾ لڳا رھيا. ڪاڏي ۽ ڪچھريءَ ڪانپوءِ مھمان ميزبان

جي بستري تي ليٽي رهيو ۽ جيڪا ڳالھ زال سان طئي ٿي هئي اها اُبتي ٿي ويئي. اُن رات اهڙو مينهن ٿيو جو ماڻهو ڪڪرن کي ڏسي ڊڄي پيو. زال ڏسي ته دروازي تي سندس مڙس ستل آهي. زال سمهڻ وارا ڪپڙا پائي سوڙ ۾ گهڙي ويئي ۽ شوق سان مهمان کي مڙس سمجهي چُميون ڏيڻ لڳي. پوءِ مهمان کي مڙس سمجهي چوڻ لڳي ته جنهن شيءِ جو مون کي ڊپ هو اها ئي ٿي ته هاڻي گپ ۾ گاري جي ڪري مهمان ڪونه ويندو. جڻ ته بادشاهه طرفان تنهنجي لاءِ مقرر ٿي ويو آهي، اهو تنهنجي لاءِ چٽي ٿي ويو. اهو ٻُڌي مهمان اُٿيو ۽ چوڻ لڳو ته مون وٽ چمڙي جا جوتا آهن مون کي گپ جو ڪو فڪر ڪونهي. وڃڻ وقت مهمان ميزبانن کي دعا ڏني. دنيا جي زندگي سفر جي حالت آهي ۽ منزل آخرت آهي سفر ۾ خوشي ۽ آرام راهزن هوندو آهي. عورت اُن ڳالھ کان شرمنده ٿي ويئي. جڏهن ته مهمان هليو ويو. اهو مهمان بزرگ قسم جو ماڻهو هو. عورت اُن کي گهڻو چيو ته اي سردار مون مذاق ڪيو آهي، ناراض نه ٿيءِ. عورت ڪيس منٿون ڪيون پر مهمان عورت کي حسرت ۾ ڇڏي ويو. زال ۽ مڙس ان ڪانپوءِ نيرا ڪپڙا ڪيا (ڏک ۾ نيرا ڪپڙا پاتا ويندا هئا اتي جو رواج ائين هو جيئن اسان وٽ ڪارا ڪپڙا پاتا ويندا آهن) انهن مهمان جي صورت شمع دان کان سواءِ شمع وانگر ڏٺي. ان مهمان سان جهنگ روشن ٿي رهيو هو ۽ جنت جو نمونو بڻجي رهيو هو. ميزبان ان شرمندگيءَ ۾ پنهنجي گهر کي مهمان خانو بڻائي ڇڏيو. ٻنهين زال ۽ مڙس جي تصور ۾ اچي مهمان چوندو هو ته آئون توهان کي فائدو پهچائڻ آيو هئس پر توهان جي مقدر ۾ ڪونه هو.

### دل ۾ ايندڙ خيالن کي بدمزاج مهمان سمجهو!

*هر دمے فکرے چو مہمانِ عزیز*

*آید اندر سینۂ ہر روز نیز*

ترجمو: ”هر وقت عزيز مهمان وانگر هڪ خيال روز سيني ۾ به ايندو آهي.“

اي جان! خيالن کي انسان وانگر سمجھ، ڇاڪاڻ ته جان جو قدر هن ڪري آهي ته اُن ۾ سوچ جي سگھ آهي. غم جو خيال سوين خوشين جو پيش خيمو آهي. فڪر ۾ انسان ٻيا فڪر وساري ڇڏيندو آهي. غم انگيز فڪر سيني فڪرن کي ختم ڪري ڇڏيندو آهي تان ته دل ۾ خوشي پيدا ٿئي. غم پُراڻن فڪرن جون پُراڻيون پاڙون پٽي ڇڏيندو آهي تان ته لڪل نئين پاڙ پن ۽ گُل ڦٽائي. غم دل مان نڪرندو آهي يا ايندو آهي. روح جي صفائي ٿيندي آهي يقين وارن وٽ غم انهن جي رضامنديءَ سان ايندو آهي. ڪنوڻ ۽ ڪڪر جي تُرش روئي انگور جي گونچ جي حيات آهي. خالي سڄ جون مُرڪون اُن کي ساڙي ڇڏينديون آهن. رنج ۽ خوشي اهڙي طرح دل جي خانن کي طئي ڪن ٿا جهڙي طرح سعد ۽ نحس ستارا آسمان ۾ پنهنجون منزلون طئي ڪندا آهن. جنهن زماني ۾ اهو (سعد) تنهنجي بُرج ۾ مقيم آهي تون ان جي عروج وانگر شيرين ۽ چُست ٿيءُ، تان ته اهو فڪر بارگاه خداوندي ۾ تنهنجي شڪرگذاري ڪري. حضرت ايوبؑ جنهن جو صبر مشهور آهي، صبر ۽ خوشيءَ سان ست سال مصيبت ۾ خوش هو. فڪر ۽ غم جنهن سان تعلق پيدا ڪندا آهن ان کي ماري ڇڏيندا آهن. حضرت ايوبؑ هِن جو لحاظ رکندو هو ته اها مصيبت الله جي حڪم سان آئي آهي. جيڪي نوان نوان فڪر دل ۾ اچن انهن کي ڪل خوشيءَ سان قبول ڪر، خوشيءَ سان قبول ڪرڻ هي آهي ته تون هيءَ دعا گُهر ته اي الله تعاليٰ مون کي هن فڪر جي شرّ کان محفوظ رک ۽ مون کي ان جي ڀلائي کان محروم نه ڪر، جيڪي آئون تنهنجي طرفان ڏسان ان تي شڪر ڪريان ۽ ان جي وڃڻ ڪانپوءِ مون کي هي حسرت نه ٿئي ته مون ان تي صبر ڇونه ڪيو. زمين لاءِ ڪڪر تُرش روءِ آهي پر اهو ئي باغ پيدا ڪندو آهي ۽ اُن جي شور (ويرانيءَ) کي زائل ڪندو آهي. پنهنجي غم کي ڪڪر وانگر سمجھ ۽ ان جي فائدن تي غور ڪر، ٿي سگهي ٿو ته اِن فڪر ۾ تنهنجي لاءِ خير لڪل هجي. جيڪڏهن خير لڪل نه آهي ته تنهنجي صبر ۾ لامحاله اضافي جو سبب

آهي. اها صبر واري عادت ئي جاءِ تي بہ مفيد ٿيندي. جيڪو غم خوشيءَ کان مانع هوندو آهي اهو بہ الله جي حڪم سان هوندو آهي ۽ اُن ۾ ڪا حڪمت پوشيده هوندي آهي. اي جوان! تون اُن کي حقير نہ سمجهہ. تي سگهي ٿو تہ اهو ستارو اچا وڏيڪ سعادت مند هجي. اهو خوش نصيب آهي جنهن جي ولادت يا نُطفي جي قرار وقت زُحل ۽ مشتري هڪ برج ۾ هجن. اِن فڪر کي اصل سمجهہ ۽ ان کي مقصد بناءِ تان تہ مقصد رسي ٿئي ورنہ تون مقصد کان محروم ۽ ان جو منتظر رهندين. صوفي ابن الوقت هوندو آهي، جيڪي ڪجهہ وقت سان ايندو آهي اُن کي خدا جي اسمن مان ڪنهن اسم جو مظهر سمجهندو آهي. اهي ئي اسم ۽ صفتون عشق جو اثر آهن.

**سلطان محمود جو اياز کي نوازڻ**

اے اياز پُر نياز صِدق کيش
صدق تو از بحر و زکوه ست بيش

ترجمو: ”اي نيازمند سچائيءَ جو طريقو ڄاڻندڙ اياز! تنهنجي سچائي سمنڊ ۽ جبل کان وڌيڪ آهي.“

نہ شهوت جي وقت تنهنجي لاءِ لغزش آهي جو تنهنجو جبل جهڙو عقل ڪک وانگر وهي وڃي. عام طور تي انسان ڪاوڙ ۾ صبر ۽ ثُبات کي ڇڏي ڏيندو آهي پر اصل مردانگي هيءَ آهي تہ ڪاوڙ جي وقت ۾ انسان پنهنجو پاڻ تي ڪنٽرول ڪري. ڏاڙهي ۽ عضو تناسل تي مردانگي جو اطلاق نہ آهي ورنہ گڏهہ سڀ کان وڏو مرد هجي. الله تعالىٰ رِجَالٌ انهن ماڻهن کي چيو آهي جن جو روح صاف ٿي چڪو آهي ۽ روح مان مراد حيواني روح نہ آهي. حيواني روح جو منظر ڏسڻو هجي تہ ڪسبياڻين جي بازار ۾ وڃي ڏس. شهوت پرستي انسان جي بربادي جو سبب آهي ۽ انسان کي زنده درگور ڪندي آهي. فاحشہ عورت شهوت ۾ انڌي ٿي ويندي آهي. ان جو عقل ڪوئي جهڙو ۽ شهوت شينهن جهڙي هوندي آهي.

**پيءُ جي ڌيءَ کي فقير مڙس مان حاملہ نہ ٿيڻ جي نصيحت**

خواجہء بود ست او را دُخترے
زُهره خدّے مہ رُخے سيمين برے

ترجمو: ”هڪ شخص جي هڪ ڇوڪري هئي. زهره جهڙا ڳَل، چنڊ جهڙو چهرو ۽ چانديءَ جهڙو بدن هئس.“

ڇوڪري بالغ ٿي ويئي. اُن شخص اها ڇوڪري مڙس جي حوالي ڪئي. مڙس جي حيثيت ان کان گهٽ هئي. گدرو جڏهن پچي ويندو آهي رس وارو ٿيندو آهي جيڪڏهن تون اُن کي نہ چيريندين تہ تباه ۽ برباد ٿي ويندو. فساد جو ڊپ هو انهيءَ ڪري مجبوري هئي، پاڻ کان گهٽ درجي واري مرد کي ڏِني ڇڏيائين. پيءُ اُن ڇوڪريءَ کي حاملہ نہ بنجڻ جي هدايت ڪئي ڇاڪاڻ تہ اُن فقير سان شادي مجبوري هئي، تنهنڪري هن ڌيءَ کي هدايت ڪئي تہ ذليل فقير سان وفاداري نہ ڪج، ڇوتہ اهو فقير اوچتو ڀڄي ويندو ۽ سيني کي ڇڏي ويندو. ان جو ٻار تنهنجي ڪنڌ ۾ پوندو. ڇوڪريءَ چيو تہ اي بابا! تنهنجي نصيحت دل کي لڳڻ واري آهي ۽ غنيمت آهي ان تي عمل ڪنديس. ٽئين چوٿين ڏينهن پيءُ ڌيءَ کي ساڳي هدايت پيو ڪندو هو. اهڙا بي وقوف بہ دنيا ۾ آهن جيڪي اهڙي طرح جون لغو نصيحتون ڪندا آهن. جيئن تہ زال ۽ مڙس ٻئي جوان هئا، اوچتو ڇوڪري اُن مان حاملہ ٿي ويئي. ڇوڪري اها ڳالهہ پيءُ کان لِڪائي. ٻار پنجن ڇهن مهينن جو ٿي ويو. اهو ظاهر ٿي پيو. پيءُ چيو تہ هي ڇا آهي؟ مون توکي ڪونہ چيو هو تہ ان کان دوري اختيار ڪج، منهنجي نصيحت هوا هئي جيڪا اُڏامي ويئي؟ ڇوڪريءَ چيو تہ اي بابا! جيڪڏهن باهہ ۽ ڪپاهہ ٻئي هڪ جاءِ تي هجن تہ پوءِ ڪپاهہ ڪيئن بچي سگهي ٿي؟ يا باهہ ۾ ٻچاءُ ۽ حفاظت ڪٿي آهي؟ پيءُ

چيو تہ مون توکي مُڙس وٽ وڃڻ کان منع ڪونہ ڪئي هئي؟ ڏيءُ چيو تہ تنهنجو مطلب هو تہ انزال جي وقت آئون پنهنجو پاڻ کي ڌار ڪريان؟ چوڪريءَ چيو تہ مون کي ڪيئن معلوم ٿي سگهيو ٿي تہ ان کي انزال ڪنهن وقت ٿي رهيو آهي، اها لِڪل ڳالهہ آهي. جڏهن اُن جون اکيون خمار جي وينديون هيون تہ آئون سمجهندي هُيس تہ اهو وقت ان جي انزال جو آهي پر اُن وقت تہ آئون خود شهوت مان انڌي هوندي هُيس. لالچ ۽ جنگ ۾ تمام گهٽ عقل قائم رهندو آهي.

**آرام پسند صوفيءَ جي دل جي ڪمزوري ۽ سستيءَ جو بيان**

رفت یک صوفی بہ لشکر در غزا

ناگہاں آمد قطاریق و وغا

ترجمو: ”هڪ صوفي جهاد ۾ لشڪر سان گڏ ويو، اوچتو هل هنگامو ٿيو ۽ جنگ شروع ٿي ويئي.“

صوفي سامان ۽ ڪمزورن سان گڏ خيمن ۾ رهجي ويو. شهسوارن جنگ جي ميدان ڏانهن گهوڙا ڊوڙايا. مجاهد جهاد ۾ ڪامياب ٿي ڪري مالِ غنيمت سان واپس موٽيا. انهن صوفيءَ کي تحفو ڏنو تہ تون بہ ڪجھ وٺ. صوفيءَ اهو تحفو ٻاهر اُڇلي ڇڏيو ۽ ڪا شيءِ نہ ورتائين. انهن صوفيءَ کي چيو تہ تون ڪاوڙ ۾ ڇو آهين؟ صوفيءَ جواب ڏنو تہ آئون جهاد کان محروم رهجي ويو آهيان. اِن مال غنيمت جي مهربانيءَ سان صوفي خوش نہ ٿيو. چاڪاڻ تہ اهو جهاد ۾ خنجر هلائڻ وارو ڪونہ بنيو هو. ان تي مجاهدن چيو تہ اسان ڪجھ قيدي آندا آهن انهن مان هڪڙي جو سر قلم ڪري غازي بنجي وڃ. صوفي ٿورو خوش ٿيو ۽ مضبوط دل بنجي ويو. صوفيءَ چيو تہ وضو ممڪن نہ هجي تہ تيمم سان ڪم هلي ويندو آهي، اصل جهاد تہ ميدانِ جنگ ۾ هو، هيءُ مجبوريءَ جو جهاد آهي. ٻڌل قيديءَ کي صوفي تنبوءَ جي پٺيان وٺي ويو. صوفيءَ جي واپسيءَ ۾ دير ٿي تڏهن ماڻهو حيران ٿيا تہ هٿ ٻڌل قيديءَ کي قتل ڪرڻ ۾ ايتري قدر دير جو ڪهڙو ڪم؟ جاچ لاءِ هڪ شخص تنبوءَ جي پُٺيان ويو ۽ اُن ڏٺو تہ ڪافر صوفيءَ کي دسيو ويٺو آهي. ٻئي هٿ ٻڌل ڪافر صوفيءَ جو ڳلو چٻاڙي رهيو آهي. اُن ڪافر صوفيءَ جو ڳلو ايتري قدر چٻاڙيو جو صوفي بيهوش ٿي ويو ڪافر صوفيءَ کي اڌ مئو ڪري ڇڏيو ۽ ڪافر جي ڏاڙهي صوفيءَ جي رت سان ڀرجي ويئي. ان صوفيءَ جو هٿن ٻڌل ڪافر هٿان جيڪو حال ٿيو اهوئي نفس جي هٿان تنهنجو حال آهي. تون مذهب جي پٽ کان عاجز آهين، تنهنجي اڳيان اجان تہ لکين پهاڙ آهن. تون ننڍڙي پٽ کان ڊڄي وئين، تون جبلن جيڏن لڪن تان ڪيئن لنگهندين؟ صوفيءَ جي ڪاوڙ سبب غازين ڪافر کي تلوار سان ماري ڇڏيو. صوفيءَ جي چهري تي گلاب ۽ پاڻي ڇنڊڪاريائون تان تہ بيهوشي ۽ غفلت مان هوش ۾ اچي. جڏهن صوفيءَ کي هوش آيو، تڏهن اُن کان بيهوشيءَ جو قصو پڇيائون تہ هٿن ٻڌل قيديءَ جي هيئان بيهوش ڇو پيو هُئين؟ صوفيءَ جواب ڏنو تہ اُن ڪافر مون کي عجيب نموني سان گهوري ڏٺو. اکيون وڏيون ٻاهر ڪڍيائين ۽ پوءِ آئون بيهوش ٿي ويس. اُن جي اکين چمڪائڻ سان مون کي ائين معلوم ٿيو تہ ڪو لشڪر اچي ويو آهي، آئون ان خوفناڪيءَ جو بيان نٿو ڪري سگهان، مطلب تہ آئون بيهوش ٿي ويس.

قوم گفتندش بہ پیکار و نبرد

باچنیں زہرہ کہ تو داری مگرد

ترجمو: ”ماڻهن کيس چيو تہ اِن پِتي سان لڙائي ۽ جنگ ۾ نہ وڃ.“

بورچي خاني ۽ خانقاه جا چڪر ڪاٽيندو رهہ، لشڪر ۾ نہ وڃ. متان وڏيڪ خوار ٿئين، تون هٿن ٻڌل قيديءَ جي اکين کان ٻُڏي وئين، تنهنجي ٻيڙي ٽُٽي ويئي، بهادر تہ اهڙا هوندا آهن جو انهن جي تلوار اڳيان پهلوانن جا ڪنڌ ڀال وانگر هوندا آهن، انهن جي تلوار جي ڪنڌ ڪپڻ جي آواز اڳيان ڊوبين ۽ ڪٽين جي ڇُو ڇُو جو آواز بہ گهٽ آهي.

پهلوانن جي تيرن جي اڳيان بهار جي موسم جو ککر به آزمائش ۾ شرمنده آهي، تون خون ۾ ڪيئن تري سگهندين؟ جڏهن ته تون بهادرن جي جنگ کان واقف نه آهين. ڪيترا ڌڙ جسم کان جدا ۽ ڪيترا سر ڌڙ کان ڌار پيا آهن. جهاد ۾ گهوڙن جي پيرن هيٺان سوين قاتل فنا ۾ غرق آهن، اهڙو هوش جيڪو ڪوئي کان ڏجي ان صف ۾ تون تلوار ڪيئن ڪشيندين؟ هيءَ جنگي ڊوڙ ڏک آهي شراب نوشي نه آهي، هيءَ جنگ آهي ڪاڏو نه آهي. تلوار ڏسُ. هن صف ۾ ته حضرت حمزهؓ جهڙو لوهه جو بهادر درڪار آهي. هتي تلوار ۽ خنجر جو ڪم آهي متو چا پر هتي جان جي بازي لڳائڻ گهرجي. هر نازڪ دل جو ڪم جنگ ڪرڻ نه آهي، جيڪو هڪڙي وهم سان خيال وانگر ڀڄي وڃي. بهادرن جو ڪم آهي ٻڙ ٻڙين جو ڪم نه آهي، ٻڙ ٻڙين جي جاءِ گهر آهي تون وڃي گهر ۾ ويهه.

### حضرت عياضؒ جي حڪايت

بزرگ روميءَ هِن قصي ذريعي سمجهايو آهي ته هر صوفيءَ کي اُن صوفي صاحب وانگر نه سمجهو جيڪو هٽ ٻڌل قيديءَ جون اکيون ڏسي ڪري بيهوش ٿي ويو هو.

گفت عیاضی نود بار آمدم
تن برہنہ بُوکہ زخمے آیدم

ترجمو: ”(حضرت) عياض فرمايو ته آئون نوي دفعا اُگهاڙن پُنن سان آيس ته شل منهنجي جسم تي ڪو زخم لڳي.“

آئون تنهنجي اڳيان اُگهاڙي بدن سان آيس تان ته ڪو تير من مون کي لڳي. گلي يا بدن جي اُن عضوي تي ڏک لڳي جنهن جي لڳڻ سان ماٺهو مريو پوي. اهڙو حصو ڀاڱ وارن شهيدن کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي ڪونه ٿو ملي. منهنجي جسم تي زخمن کان سواءِ ڪابه جڳهه نه آهي. منهنجو هي جسم تيرن جي ڪري پروڻ وانگر آهي پر تير مارڻ واري جاءِ تي ڪونه پُهتو. اها مقدّر جي ڳالهه آهي، هوشياري ۽ بهادريءَ جي نه آهي. حضرت عياضؒ فرمائي ٿو ته جڏهن مون کي يقين ٿي ويو ته شهادت منهنجي مقدّر ۾ نه آهي تڏهن مون خلوت ۾ چلہ ڪشي شروع ڪئي، پوءِ مون محنت ڪرڻ ۽ ڪمزور بنجڻ يعنيَ جهاد اڪبر ۾ جسم وڌو. غازين جي نغاري جو آواز آيو ۽ جهاد جو لشڪر روانو ٿيو. منهنجي نفس اندران مون کي آواز ڏنو جيڪو مون حسَّ جي ڪَنَّ سان صبح جو ٻڌو: ”اُٿ! جهاد جو وقت اچي ويو، پنهنجو پاڻ کي جهاد ۾ مصروف رک.“ مون نفس کي چيو ته اي خبيث توکي جهاد جي رغبت ڇو پيدا ٿئي ٿي. سچ ٻڌاءِ ورنہ توکي چيپاٽي ڇڏيندس. نفس جواب ڏنو ته تون هتي مون کي چلہ ڪشيءَ ۾ روز ڪافرن وانگر ڪُهين ٿو، هتي اڪيلائي ۾ منهنجي قتل کان ڪو واقف نٿو ٿئي، جهاد ۾ مرندس ته هڪڙو دفعو مري ويندس ۽ ماڻهو به منهنجي جان نثاري ڏسندا. مون نفس کي چيو ته تون نفاق سان جيئو آهين۽ هاڻي ماڻهن جي ڏيکارڻ جي لاءِ جهاد ڪري منافق جو موت مرڻ چاهين ٿو، تون ٻنهين جهانن ۾ ذليل ٿيندين. تنهائي جي عبادت رياڪاريءَ کان خالي هوندي آهي. خلوت ۾ چلہ ڪشي جهاد اڪبر آهي جيڪو حيدرِ ڪرار حضرت عليِ ڪرم الله وجهه جو ڪم آهي، يعني دُشمن سان وڙهڻ اهو بهادر ۽ رُستم جو ڪم آهي. جهاد اڪبر ۽ جهاد اصغر اُن بزدل جو ڪم نه آهي جيڪو ڪوئي جي پُڇ کان ڏجي. اهڙي شخص کي عورتن وانگر گهر ۾ ويهڻ گهرجي. هڪ صوفي اهو هو ۽ هڪ صوفي هي آهي. عجب افسوس آهي اهو صوفي جيڪو هٽ ٻڌل ڪافر کان مغلوب ٿي ويو. اِهو صوفي صوفيءَ جي تصوير آهي جنهن ۾ جان نه آهي. اهڙن صوفين جي ڪري صوفي به بدنام آهن. انساني جسم جي ديوار تي الله تعاليٰ غيرت جي ڪري گهڻن صوفين جون تصويرون بڻايون آهن تان ته اُن کي محبوب صوفي انهن تصويرن ۾ مخفي رهن. اهي تصويرون محض جادوگريءَ سان متحرڪ آهن ۽ صوفيانه حرڪتون ڪري رهيون آهن. اهو ان وقت تائين آهي جيستائين حقيقي صوفي جلوه گر نٿو ٿئي. اُن جي جلوه گري انهن سڀني کي هضم ڪري ويندي.

**هڪ ٻئي مجاهد صوفيءَ جي جانبازيءَ جي حڪايت**

هن حڪايت ۾ بہ هڪ صوفيءَ جي بهادريءَ جا ڪارناما ذڪر ڪيل آهن

صوفئی دیگر میانِ صَفِّ حَرب
اندر آمد بستبار از زبہر ضرب

ترجمو: "جنگ جي صف ۾ هڪ ٻيو صوفي تلوار بازيءَ جي لاءِ ويهہ دفعا آيو."

ڪافرن تي حملي وقت مسلمانن سان گڏ هوندو هو، پڇڻ وقت مسلمانن سان گڏ ڪونہ پڇندو هو. اُن کي هڪڙو زخم لڳندو هو تہ فوراً ملم پٽي ڪري حملہ آور ٿي ويندو هو تان تہ هڪ ئي زخم سان موت نہ ٿئي. ايستائين جو جنگ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ويهہ زخم تہ کائي. ڪيس اهو سوچي افسوس ٿيندو هو تہ هو هڪ زخم سان جان نہ ڏئي.

**چانديءَ جي ٿيلهيءَ مان هر روز هڪ درهم ڪڍي کاهيءَ ۾ اُڇلائڻ واري مجاهد جي حڪايت**

جهڙي طرح پهرين مجاهد هڪ دفعو مرڻ نٿي چاهيو پر بار بار زخم کائي وري جان ڏيڻ چاهي ٿي، اهڙي طرح هن مجاهد هڪڙو دفعو سرمايو ختم ڪرڻ نٿي چاهيو پر نفس کي بار بار تڪليف پهچائڻ جي لاءِ روزانو هڪڙو درهم زيانِ ڪندو هو. مقصد پوري ٿيڻ سان بہ راحت ملندي آهي ۽ مقصد کان بلڪل مايوس ٿيڻ سان بہ نفس کي راحت ملندي آهي.

آں یکے بودش بکف در چِل درم
ہر شب افگندے یکے درآبِ دیم

ترجمو: "هڪ صوفيءَ جي هٿ ۾ چاليهہ درهم هئا. هو هر رات جا هڪڙو (درهم) پاڻيءَ ۾ اُڇلائي ڇڏيندو هو."

ان صوفيءَ جو نفسِ درهم کي درياءَ ۾ اڇلائڻ جي ڪري هر رات فرياد ڪندو هو ۽ چوندو هو تہ درهمن کي اُڇلائڻو آهي تہ هڪ دفعو اُڇلائي ڇڏ. هر روز مون کي تڪليف ۾ نہ وجهہ. جيڪڏهن هڪڙو دفعو مايوسي ٿي ويجي تہ سڪون ملي ويندو آهي. اهڙي طرح اُن صوفيءَ نفس کي قابو ڪري رکيو هو، هڪڙو زخم کائي شهيد ٿيڻ نٿي چاهيائين. مسلمانن جي حملي وقت اڳتي وڌندو هو پر پڇڻ وقت جلد ڪونہ پڇندو هو. دُشمن جي مقابلي ۾ ڄمي بيهندو هو. هڪڙو زخم لڳس اُن کي ٻڌائين. اهڙي طرح ويهن کان وڌيڪ نيزا لڳس. ان ڪانپوءِ منجهس طاقت ڪونہ رهي، اڳيان ڪِري پيو. قرآن پاڪ ۾ نيڪ روحن جي باري ۾ آهي تہ اهي سچائي جي جاءِ تي هوندا. صاحبِ قدرت خدا وٽ، پنهنجي سچائيءَ جي ڪري هوندا. اينڌڙ آيت ۾ صدق جو مطلب الله جي رستي ۾ جان ڏيڻ آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ مِنَ الْمُؤْمِنِينَ رِجَالٌ صَدَقُوا مَا عَاهَدُوا اللهَ عَلَيْهِ ۚ (الاحزاب:23) "ڪي مومن اهي آهن جن اُن معاهدي کي سچ ڪري ڏيکاريو جيڪو اُنهن الله تعاليٰ سان ڪيو هو" يعني راهِ خدا ۾ شهيد ٿي ويا. راهِ خدا ۾ مرڻ جسم جو مرڻ نہ آهي ڇاڪاڻ تہ اهو روح جو هڪ اوزار آهي بلڪہ اوصافِ رذيلہ جو ازالو ۽ نفس کي مارڻ آهي. گهڻا ماڻهو اهڙا آهن جيڪي جهاد ۾ مرن ٿا پر انهن جو نفس زنده رهندو آهي تہ اهي راهِ خدا ۾ ڪونہ مُئا. نفس جو زنده رهڻ ۽ جسم جو مرڻ تہ ائين آهي جيئن ڌاڙيل زنده رهي ۽ ان جو هٿيار يا گهوڙو فنا ٿي وڃي. ان شخص جو مثال تہ اُن شخص جهڙو آهي جيڪو منزل تي پهچڻ کان اڳ ۾ گهوڙي کي ماري ڇڏي. جيڪڏهن خالي خون وهائڻ شهادت هجي تہ هر ڪافر جيڪو جنگ ۾ مري ان کي شهيد چيو وڃي ها. جن ماڻهن نفس ڪشي ڪئي آهي انهن جو نفس مُرده ٿي چُڪو آهي پر اهي دنيا ۾ زنده هلن ڦِرن ٿا. حضور عليہ السلام ارشاد فرمايو تہ جيڪڏهن ڪو ڪنهن مُرده کي گهمندي ڦرندي ڏسي تہ اهو ابوبڪرؓ کي ڏسي. جيڪو نفس راهزن هو اهو مري ويو آهي اُن جي جيڪا تلوار هئي يعني جسم اهو مجاهد جي

هٿ ۾ باقي آهي. جسم تہ اهوئي آهي پر هاڻي اهو شخص نہ آهي، هو پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري بقا بالله حاصل ڪري چُڪو آهي. جيتوڻيڪ اهو شخص ڪونہ رهيو پر هاڻي اها تلوار الله تعاليٰ جي دستِ قدرت سان ڪم ڪري ٿي.

**ٻانهيءَ جي حاصلات لاءِ رتوڇاڻ**

مر خلیفہ مصر را غماز گفت

کہ شہ موصِل بحورے گشت جُفت

ترجمو: ”چُغل خور مصر جي خليفي کي چيو تہ موصل جي بادشاھ کي هڪ حور ملي ويئي آهي“.

يعني موصل جي بادشاھ وٽ هڪ حور صفت ٻانهي آهي. اُن جهڙي سهڻي دنيا ۾ نہ آهي. اُن جي حُسن جو بيان نٿو ڪري سگهجي. اُن جي تصوير هن ڪاغذ تي آهي. پوءِ جڏهن بادشاھ ڪاغذ تي ٻانهيءَ جي تصوير ڏٺي تہ حيران ٿي ويو ۽ سندس هٿ مان جام ڪري پيو. مصر جي بادشاھ سردار کي وڏو لشڪر ڏيئي موصل ڏانهن روانو ڪيو ۽ سردار کي چيو تہ جيڪڏهن حاڪم اها چنڊ صفت تنهنجي حوالي نہ ڪري تہ ان جي محل جي دروازن کي پاڙان پٽي ڇڏجئين. جيڪڏهن اها ٻانهي تنهنجي حوالي ڪري تہ پوءِ بادشاھ کي ڇڏي ڏجئين ۽ ٻانهي وٺي اچج. اها آسمان جو چنڊ آهي پر آئون اُن سان زمين تي بغل گير ٿيندس. بهادر خادمن سان گڏ موصل ڏانهن روانو ٿيو. هزارين بهادر جهنڊا ۽ نغارا گڏ هئا. اُن سردار موصل شهر جي چئني پاسن کان گهيرو ڪيو ۽ ڪوه قاف جبل وانگر بهادر بيهي رهيا. تيرن جا زخم، غُبار ۽ لٽ ۾ تلوارن جا چمڪاٽ بجلي وانگر هئا. هڪ هفتي تائين اهڙي طرح بازار گرم هئي. پٿريلو بُرج نرم ميڻ وانگر ڪمزور ٿي ويو. موصل جي بادشاھ خوفناڪ جنگ ڏٺي، تڏهن هُن اندران قاصد موڪليو تہ مومنن جي خونريزي مان توهان ڇا چاهيو ٿا جيڪي هن جنگ ۾ مري رهيا آهن؟ مطلب تہ موصل جي بادشاھ قاصد جي ذريعي پهلوان کي چوائي موڪليو تہ حملي مان تنهنجو ڪهڙو مقصد آهي؟ آئون شهر مان ٻاهر وڃان ٿو تون اندر اچ، تان تہ مظلومن جي خون جا ڇنڊا توتي نہ پون. جيڪڏهن تنهنجو مقصد مال سون ۽ هيرا موتي آئون موڪليان ٿو اجا بہ پوءِ هي فتنو ۽ شرّ ڇا جو آهي؟ جڏهن آئون سلطنت ڇڏڻ جي لاءِ تيار آهيان تہ روپيا ۽ پئسا ڏيڻ آسان آهن.

**حاڪم جو خليفي کي پنهنجي ٻانهي ڏيڻ تہ خونريزي نہ ٿئي**

چوں رسول آمد بہ پیشِ پہلواں

گفت پیغامِ ملک اندر زماں

ترجمو: ”جڏهن قاصد پهلوان جي اڳيان آيو تہ هُن فوراً بادشاھ جو پيغام پهچايو.“

پهلوان چيو تہ آئون نہ مُلڪ گهران ٿو نہ مال، پر هڪ حسين جو طالب آهيان، هُن ڪاغذ ڏنو جنهن ۾ اُن حسينہ جي تصوير ۽ نشاني هئي، چيائين تہ پنهنجي بادشاھ کي چئو تہ هن ڪاغذ تي جنهن جي تصوير آهي اها اسان کي ڏي، تڏهن تنهنجو ڇوٽڪارو ٿيندو. جڏهن موصل جي بادشاھ کي بهادر جي خواهش جو علم ٿيو تڏهن اُن کي چيائين: موصل جي بادشاھ کي چئو تہ آئون بُت پرست نہ آهيان انهيءَ ڪري هيءَ ٻانهي مصر جي بادشاھ بُت پرست جي لاءِ مناسب آهي. جڏهن قاصد ٻانهي وٺي آيو تہ اهو پهلوان اُن تي عاشق ٿي پيو. عشق هڪ سمنڊ آهي آسمان اُن تي هڪ گِجي آهي. جيئن زليخا يوسف عليه السلام جي عشق ۾ هئي. زليخا آسمان جي تشبيهہ آهي. يوسف الله تعاليٰ سان تشبيهہ آهي. سڄي ڪائنات جي حرڪت جو سبب عشق آهي، جيڪو اُن ۾ لِڪل آهن ورنہ ڪائنات ڪمال جي درجي کي ڪونہ پهچي ها. جماد پنهنجو پاڻ کي نبات ۾ فنا ڪري ٿي. مِٽي ۽ پاڻيءَ مان غذا حاصل ڪري نباتات (ٻوٽا) وڌن

تا. روح اُن نفخ تي قربان ٿئي ٿو جنهن مان حضرت مسيح عليه السلام جي پيدائش ٿي هئي. جيڪڏهن عشق جي تحريڪ نہ هجي تہ هر شيءِ اُتي بيهي رهي. ڪائنات جو هر ذرو ڪمال جو خواهش مند آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ يُسَبِّحُ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَ مَا فِي الْاَرْضِ(الجمع:62) ”آسمان ۽ زمين جو ذرّو ذرّو الله جي تسبيح ۾ رُڌل آهي. اها انهن جي تسبيح اُن عشق جو دليل آهي ۽ اُن جي ذريعي اهي جان جي لاءِ جسم کي فنا ڪن ٿا. پهلوان حقيقي عشق کي ڪونہ سمجهيو ۽ ٻانهيءَ تي عاشق ٿي پيو. هُن، ڪوه کي صاف رستو سمجهي ورتو. اهو پهلوان غير حقيقت کي حقيقت سمجهي ويٺو، جيئن انسان خواب ۾ بي حقيقت حسين سان جماع ڪري وهندو آهي ۽ پنهنجي توانائي ضايع ڪندو آهي ۽ سجاڳ ٿي پوءِ افسوس ڪندو آهي. هو جسم جو پهلوان هو، انسانيت ڪونہ رکندو هو. هُن انسانيت جو ٻج واريءَ ۾ پوکي ڇڏيو. جيتوڻيڪ ٻانهيءَ سان عشق ڪرڻ ۾ انديشو آهي تہ مِصر جو بادشاهہ قتل ڪرائي ڇڏيندو. پر مون کي موت جي پرواهہ نہ آهي، آئون محبت جي معاملي ۾ خليفي جي پرواهہ نٿو ڪريان، مون وٽ منهنجو رجود ۽ هلاڪت ٻئي برابر آهن. اهڙي تپش ۽ گرميءَ ۾ ٻج نہ پوڪ، ڪنهن ڄاڻوءَ کان مشورو وٺ. پهلوان تي لالچ سوار هئي، اهو ڪٿي ٿو مشورو ڪري. رُخسار ۽ ڳلن جي عاشق کي اڳيان پويان نظر ڪونہ ايندو آهي. جڏهن تباهي ايندي آهي تڏهن لومڙي شينهن کي ڪوهہ ۾ ڪيرائي ڇڏيندي آهي، جيئن پهرين دفتر ۾ بيان ٿي چڪو آهي. پهرين دفتر ۾ لومڙي ۽ شينهن جي قصي ۾ ٻڌايو ويو تہ شينهن کي پنهنجو عڪس ڪوهہ ۾ نظر آيو ۽ اُن سان وڙهڻ لاءِ هو ڪوهہ ۾ ٽپي پيو. اها خرابي ان ڪري آئي تہ مصر جي بادشاهہ پهلوان کي ٻانهيءَ جو محرم بنايو. هن باهہ کي فقط الله تعاليٰ جي رحمت جو پاڻي ئي وسائي سگهي ٿو. الله تعاليٰ حضرت يوسف عليه السلام کي بچائي ورتو. عشق جو مثال ڪپهہ ۽ باهہ وارو آهي. حضرت يوسف عليه السلام شينهن صفت مردن وانگر زليخا کان بچي نڪتو. نفس کي ڪنهن ڪامل هاديءَ جي مشوري سان مغلوب ڪري سگهجي ٿو.

## پهلوان جو موصل کان مصر ڏانهن واپس ٿيڻ ۽ رستي ۾ ٻانهيءَ سان همبستر ٿيڻ

بازگشت از موصل و ميشد براه

تا فرود آمد به بيشه و مرجگاه

ترجمو: ”هو موصل مان موٽيو ۽ رستو وٺي روانو ٿيو ايستائين جو هُن جهنگ ۽ چراگاه ۾ پڙاءُ ڪيو.“

پهلوان ٻانهيءَ کي وٺي ڪري موصل مان نڪتو، تڏهن هڪ جهنگ ۽ چراگاهہ ۾ پڙاءُ ڪيائين. سندس عشق جي باهہ ايتري قدر ڀڙڪيل هئي جو هو انڌو ٿي رهيو هو. هو عشق مان مجبور ٿي ٻانهي جي تنبوءَ ۾ گهڙي ويو، هاڻي نہ اُن ۾ عقل هو ۽ نہ خليفي جو ڊپ هو. جڏهن شهوت باهہ لڳائيندي آهي تڏهن عقل ڪَکِ پنن وانگر سڙي ويندو آهي. مصر جو بادشاهہ ڇا سوين بادشاهہ اُن جي نظر ۾ مک کان بہ گهٽ هوندا آهن. جڏهن پهلوان شلوار لاهي عورت جي ٽنگن جي وچ ۾ ويٺو. ۽ مصروف ٿيو تہ لشڪر ۾ ٽاڪوڙو پئجي ويو. ان تي باهہ جهڙي تلوار هٿ ۾ کڻي اهو پهلوان اُن حالت ۾ جنهن ۾ اهو ٻانهيءَ سان مصروف هو، صف ڏانهن ڊوڙيو. پهلوان ڏٺو تہ هڪ ڪارو نر شينهن لشڪر جي درمياني حصي تي حملہ آور آهي. عربي گهوڙا ديوَ وانگر جوش ۾ اچي ويا آهن، سوين پچاڙيون ۽ تنبو درهم برهم ڪري ڇڏيا اٿن. پهلوان بهادر هو، ڊپ کان سواءِ نر شينهن وانگر، شينهن جي سامهون هليو ويو. پهلوان شينهن تي تلوار جو وارُ ڪيو ۽ ان جو مٿو ڦاڙي ڇڏيو ۽ تمام جلد ٻيهر اُن ٻانهي جي تنبوءَ ۾ هليو ويو، جڏهن هو ٻانهيءَ وٽ پهتو تہ اُن جي شهوت ۾ ڪا ڪمي ڪونہ آئي هئي. اُن جي شهوت ٽڏي ڪونہ ٿي هئي. اها ٻانهي ايڏي مردانگي جي ان طاقت سبب حيرت ۾ پئجي ويئي. اهو پهلوان فوراً شهوت سان اُن سان ملي ويو، بہ جانيون هڪ ٿي ويون. ايئن ٻن جانين جي پاڻ ۾ پيوست ٿيڻ سان غيب مان هڪ ٻي جان پهچي ٿي (يعني ٿيڻ وارو ٻار) جيڪڏهن

نُطفي جي استقرار کان ڪو مرض وغيره مانع نہ هجي، جڏهن مرد ۽ عورت جُفتي ڪن ٿا چاهي محبت سان يا ڪيني سان تہ حمل ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح ہہ شخص ڪو ہيو معاملو ڪن ٿا يا ڪو شخص ڪنهن عمل سان جُفت بنجي ٿو تہ ان جا نتيجا معنوي صورت ۾ ظاهر ٿين ٿا. پيدا ٿيل صورتون تہ نظر ايندڙون آهن پر معنوي مواليد (پيدا ٿيل) عالمِ آخرت ۾ نظر ايندڙون. هاڻي انسان جو فرض آهي تہ پنهنجي اُن ساٿيءَ کي خوب ڏسي جنهن جي ميلاپ سان نتيجو برآمد ٿيندو تہ اهو ڪهڙي قسم جو آهي. تون قيامت جو منتظر رهہ، اولاد جي مِلائڻ ڪي سچو سمجهہ. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ، ”اسين قيامت ۾ مومنن ڪي مومن ذريت يعني اولاد ڪي انهن سان گڏينداسون.“ (الطور:21) بزرگ روميؒ هتي ذُريت مان مراد عملن جا نتيجا ورتا آهن. نيڪ عمل ۽ بُرا عمل آخرت ۾ گويا بنيا. انهن ڪان آواز اچي رهيو آهي تہ اي اسان ڪان غافل! خبردار جلد اچ! عالمِ غيب ۾ هر شخص جا عمل اُن جا منتظر آهن. اُن پهلوان صُبح ڪاذب جي ڪري رستو گم ڪري ڇڏيو (صُبح ڪاذب جي ڪري مسافر دوکو کائي سفر ڪندو آهي پر اجا رات هوندي آهي ۽ هو ڦُرجي ويندو آهي) مک وانگر لسيءَ جي ماٽيءَ ۾ وجي ڪِريو.

**پهلوان جو شرمندو ٿي راز لڪائڻ لاءِ ٻانهيءَ کي قسم ڏيڻ**

چند روزی ہم براں بُد بعد ازاں
شد پشیماں او ازاں جُرمِ گراں

ترجمو: ”هو چند ڏينهن ان حالت تي رهيو، ان ڪانپوءِ هو وڏي جُرم ڪان شرمنده ٿيو.“

پهلوان ٻانهيءَ کي قسم ڏنو تہ اي چوڏهين جا چنڊ! احتياط ڪج تان تہ بادشاهہ کي ان جي خبر نہ پوي. پهلوان ٻانهيءَ کي قسم ڏنو تہ رستي وارو واقعو مصر جي بادشاهہ کي نہ ٻُڌائج. پهلوان ٻانهيءَ کي بادشاهہ وٽ وٺي ويو. جڏهن خليفي اُن کي ڏٺو تڏهن مست ٿي ويو. ڇوڪريءَ جي عشق ۾ بدنام ٿي ويو، جيڪا تعريف هُن ٻڌي هئي ٻانهي کي ان ڪان سو دفعا وڌيڪ ڏٺائين. ڏٺل ٻُڌل جي برابر ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ ڪنهن شيءِ جي وصفن ٻُڌڻ سان اُن جي تصوير ذهن ۾ پيدا ٿيندي آهي ۽ اُن جي صورت اک سان ڏسڻ ۾ ايندي آهي. هن مثال ۾ حڪايت مان اهو ئي سمجهايو ويو آهي تہ اهلِ شُنيد (ٻڌڻ وارن) جو مرتبو اهل ديد (ڏسڻ وارن) ڪان گهٽ آهي.

**حڪايت**

کرد مردے از سخندانے سوال
حق و باطل چیست اے نیکو مقال

ترجمو: ”هڪ شخص هڪ سُخندان ڪان پُڇيو تہ اي خوش بيان! حق ۽ باطل ڇا آهي؟“

هڪ همراهہ ڪنهن سمجهدار ماڻهوءَ ڪان حق ۽ باطل جي حقيقت جي باري ۾ سوال ڪيو. تنهن تي هُن پنهنجو ڪَنُ جهلي ٻڌايو تہ هن جي ذريعي جيڪو علم حاصل ٿئي اهو باطل آهي، اک جي ذريعي جيڪو علم حاصل ٿيندو آهي اهو صحيح ۽ يقيني هوندو آهي. اسان ٻُڌل ڳالهہ کي ڏٺل ڳالهہ جي مقابلي ۾ جيڪو باطل ڪيو آهي اهو ڪثرت جي اعتبار ڪان آهي يعني گهڻو ڪري ائين ٿي هوندو آهي ورنہ چمڙي کي سج جو علم جيتوڻيڪ مُشاهدي سان حاصل نہ آهي پر اهو وري بہ دُرست ۽ صحيح آهي. روشنيءَ جو خوف اُن کي سج جو ڊپ ڏياريندو آهي ۽ اهو خيال اُن کي اونڌهہ ۾ وٺي ويندو آهي. دُشمن جو خيال ۽ تصور انسان کي دوست پيدا ڪرڻ ۽ انهن سان ملڻ تي مجبور ڪندو آهي. حضرت موسيٰؑ کي مُشاهدي جي درجي جو علم هو، ڪوهِ طور کي اُن درجي جو علم ڪونہ هو، پر پوءِ بہ اهو جبل تي موثر ٿيو. جبل جنهن کي مشاهدو ڪونہ هو فقط خيال حاصل هو پر انسان کي الله تعاليٰ جي خيال تي

اڪتفا نہ ڪرڻ گهرجي. اهو خالي خيال سان واصل بحق ڪونہ ٿيندو. لڙائي جو خالي خيال ۽ تصوّر ڪا شيءِ نہ آهي پر مشاهدو اصل آهي. ڪدڙو ۽ بزدل بہ خيالي لڙائي ۾ ڏاڍو رعب ۽ تاب ڏيکاريندءِ. رُستم جي خيالي تصوير سان تہ ڪدڙو بہ وڙهان وڙهان پيو ڪندو آهي. خيال بيڪار آهي پر جيڪڏهن خيال مشاهدي جي درجي ۾ اچي وڃي تہ پوءِ مفيد ٿي ويندو آهي. انسان کي ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ مسموع (ٻڌل) ۽ مشهور (ڏٺل) بنجي وڃي ۽ اُن ۾ ڪنهن باطل جو احتمال نہ رهي. ان ڪانپوءِ ڪَنُ اک جو مرتبو حاصل ڪندو. تنهنجا يشب جهڙا ٻئي ڪن گوهر بنجي ويندا (يشب هڪ معمولي پٿر آهي) يعني ڪن جيڪو گهٽ قيمت آهي هاڻي اهو گوهر (وڏي قيمت وارو) بنجي ويندو. ڪوشش سان خالي ڪَنَ نہ پر سڄو جسم اک جو مرتبو حاصل ڪري وٺندو. حُسن جي ڳالهہ ٻڌي انسان وصال محبوب تائين پُهچندو آهي. ٻڌڻ سان جيڪو خيال پيدا ٿيو آهي اُن کي وصال جو رهبر بناءِ. مصر جو بادشاهہ بہ اُن ڇوڪريءَ سان بيوقوفن وارو عشق ڪرڻ لڳو. اها اُن جي خرمستي حڪومت جي ڪري هئي. بادشاهي چاهي مشرق ۽ مغرب جي هجي اها ڪنوڻ جي چمڪي کان وڌيڪ نہ آهي. انسان جنهن کي سلطنت سمجهي ٿو اُن جي حقيقت خواب کان وڌيڪ نہ آهي. اهو سلطنت جو گهمنڊ انسان جي لاءِ جَلاد جو ڪم ڪري ٿو. هن دنيا کي ۽ هن سلطنت کي امن جي جڳهہ نہ سمجهہ، امن جي جڳهہ عالمِ آخرت آهي.

**آخرت جي منڪرن جو دليل ۽ ان دليل جي ڪمزوريءَ جو بيان**

حُجتش اين ست و گويد هردمے
گر بدے چيزے دگر من ديدمے

ترجمو: "هُن جو هي دليل آهي ۽ هر وقت چوندو وتي ٿو تہ جيڪڏهن ڪا ٻي شيءِ هجي ها تہ مون کي نظر اچي ها."

عالمِ آخرت جي منڪرن جو هي دليل آهي تہ جيڪڏهن عالمِ آخرت هجي تہ اسين اُن کي ڏسي سگهون ها پر ڪنهن جي نہ ڏسي سگهڻ سان اُن شيءِ جو انڪار ڪيئن ٿي سگهي ٿو. ٻار عقل جي احوالن کي نٿو ڏسي سگهي پر عقلمند تہ اُن جو انڪار ڪونہ ڪندو. جيڪڏهن ڪو صاحبِ عقل عشق جا احوال نٿو ڏسي سگهي تہ اُن جي نہ ڏسڻ سان عشق ۾ ڪو زوال ڪونہ ٿو اچي. يوسفؑ جو حُسن ڀائرن کي نظر ڪونہ آيو تہ ان سان يوسفؑ جي حُسن جو انڪار نٿو ڪري سگهجي. حضرت موسيٰؑ شروع ۾ عصا (لٺ) جي حقيقت ڪونہ ڏسي سگهيو هو پر ان جو وجود هو. تڏهن تہ قبطيءَ اُن کي ڏسي ورتو. باطني اک ۽ ظاهري اک ۾ اختلاف هو. باطني اک دليل پيش ڪيو ۽ حقيقت واضح ٿي ويئي. هڪ ئي شيءِ هڪ جي لاءِ خيالي آهي تہ ٻئي جي لاءِ يقيني آهي. هڪ ئي شيءِ جو مختلف نگاهن سان مختلف بيان هوندو آهي. جيڪو شخص پيٽ ۽ شرمگاهہ جي شهوت کي ئي حقيقت سمجهي اُن کي راز ٻڌائڻ بيڪار آهي. جيڪو شخص پيٽ ۽ شرمگاهہ جي شهوت کان پري آهي اُن کي باطن جو نور حاصل ٿيندو آهي. قرآن شريف جي سوره الڪافرون ۾ حضورﷺ جن کي خطاب آهي تہ لَكُمْ دِيْنُكُمْ وَلِيَ دِيْنِ ۝ (الڪافرون:6) "انهن ڪافرن کي چئو تہ توهان جي لاءِ توهان جو دين آهي منهنجي لاءِ منهنجو دين آهي." انهن سان ڳالهہ نہ ڪر.

**هم بستريءَ جي لاءِ خليفي جو اُن حسينہ وٽ اچڻ**

آں خليفه کرد راى اجتماع
سوى آں زن رفت از بهر جماع

ترجمو: "خليفي ملڻ جو سوچيو، هم بستريءَ جي لاءِ اُن ٻانهيءَ وٽ ويو."

محبت وڌائڻ واريءَ سان سُمهڻ ۽ جاڳڻ جو ارادو ڪيائين. جڏهن بلڪل تيار ٿي ويو تڏهن قضا رستو روڪي

ڇڏيو ۽ هڪ ڪوئي جي ڪَٽُ ڪَٽُ جو آواز ٻڌائين، جنهن سان خليفو خوف زده ٿي ويو ۽ اُن جي شهوت ختم ٿي ويئي. ڪوئي جي ڪَٽُ ڪَٽُ جي باري ۾ ڪيس هي خيال ٿيو ته اهو نانگ جي هلڻ جو آواز آهي جيڪو شايد بستري جي هيٺان آهي. مصر جي بادشاهه جي نامردي ۽ پهلوان جي مردانگي ڏسي ٻانهي کلڻ لڳي.

**ٻانهيءَ جو کلڻ ۽ خليفي جو راز سمجهي وڃڻ**

*زن بديد آں سستی او از شگفت*

*آمد اندر قهقهه خندش گرفت*

ترجمو: ”عورت حيرانيءَ مان ان جي سُستي کي ڏٺو ۽ ٽهڪ ڏيڻ لڳي ۽ مٿس کِل طاري ٿي ويئي.“

ٻانهيءَ کي پهلوان جي مردانگي ياد اچي ويئي جنهن شينهن کي ماريو پر سندس شهوت ساڳي طرح برقرار رهي. عورت جي کِل وڌي ويئي. ٻانهيءَ ڪوشش ڪئي ته وات بند ڪري پر وات بند نه ٿيو. مسخرن وانگر ٻانهيءَ جي کل ڏکي ٿي ويئي. ڪيس اهو به خيال ڪونه رهيو ته بادشاهه جي ناگواري اُن کي نقصان پهچائيندي، جيئن اوچتو پاڻيءَ جو بند ٽُٽي پوي ائين ٻانهيءَ جي کل ٽُٽي پيئي. کلڻ ۽ روئڻ جا خزانا الله تعاليٰ جي هٿ ۾ آهن. هُوَ اَضْحَكَ وَ اَبْكٰى ﴿٤٣﴾ (النجم:43) اهو ئي کِلائيندو آهي ۽ روئاريندو آهي. ٻانهيءَ جي گهڻي کلڻ تي خليفو ناراض ٿي پيو ۽ تلوار ڪشيائين ۽ چوڻ لڳو ته کِلڻ جو اصل راز ٻڌاءِ، ڇاڪاڻ ته ان کلڻ سان منهنجي دل ۾ بدگماني پيدا ٿي ويئي آهي. سچ ٻُڌاءِ! غلط ڳالهه سان تون مون کي مطمئن نٿي ڪري سگهين. جيڪڏهن ڪوڙ ڳالهائيندينءَ ته آئون سمجهي ويندس ڇاڪاڻ ته منهنجي دل ۾ روشني آهي. توکي چوڻ جي لائق ڳالهه چوڻ گهرجي. تون بادشاهن جي دل کي هڪ وڏو چنڊ سمجهه جيتوڻيڪ ڪڏهن اهو غفلت جي ڪري ڪڪر جي هيٺان اچي ويندو آهي. گُهمڻ ڦرڻ وقت دل ۾ هڪ ڏيئو آهي جيڪو ڪاوڙ ۽ حرص جي وقت ٿال جي هيٺان اچي ويندو آهي. اهو نور ۽ اها روشني هن وقت مون سان گڏ آهي. جيڪڏهن تون صحيح ڳالهه نه ٻڌائيندينءَ ته آئون فوراً سمجهي ويندس ۽ توکي ماري ڇڏيندس، ائين چئي بادشاهه تلوار اُن جي اڳيان رکي ۽ ست قرآن هيٺ مٿي رکي قسم کنيائين ته جيڪڏهن تون سچ چوندينءَ ته توکي آزاد ڪيو ويندو.

**ٻانهيءَ جو خليفي کي اصل راز ٻڌائڻ**

*زن چو عاجز شد بگُفت احوال را*

*مَردی آں رستمِ صد زال را*

ترجمو: ”عورت جڏهن عاجز ٿي ويئي تڏهن هُن سوين زالن واري رستم جي مردانگيءَ جا احوال ٻڌايا.“

ٻانهي جڏهن عاجز ٿي ويئي تڏهن هُن پهلوان جو پورو قصو ٻڌايو ۽ ٻڌايائين ته اُن شينهن کي به قتل ڪيو ۽ پوءِ تنبوءَ ۾ واپس آيو پر اُن جي شهوت ۾ ڪا ڪمي ڪونه آئي هئي. ٻانهيءَ چيو ته هيڏانهن تنهنجي اها حالت آهي جو ڪوئي جي ڪَٽُ ڪَٽُ سان تنهنجي شهوت ڪافور ٿي ويئي! منهنجي کِلڻ جو سبب اهو آهي. بزرگ رومي فرمائي ٿو ته هر راز ظاهر ٿي ويندو آهي انهيءَ ڪري بُرائي جو ٻج نه پوکڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته اهو ڦُٽندو. پاڻي، گرمي ۽ سج زمين ۾ لڪل راز ظاهر ڪري ڇڏيندا آهن ۽ زمين جي هر لڪل شيءِ ڦُٽندي آهي. بهار جي موسم ۾ اُجڙيل چمن (باغ) وري زندگي حاصل ڪندو آهي، جيڪو حشر ۽ نشر جو هڪ دليل آهي. بهار جي موسم ۾ زمين مان هر اهو ٻج ڦٽندو آهي جيڪو زمين ۾ لِڪل آهي ۽ اُن مان اُن ٻج جي حقيقت کُلي ويندي آهي. هر وڻ جي پاڙ جو راز ۽ اُن جي خوراڪ سڀ اُن جي مٿي تي (ميوي جي صورت ۾) پيدا ٿيندي آهي. انسان تي جيڪا مصيبت ايندي آهي اُها اُن جي ڪنهن عمل جو نتيجو ۽ ثمر هوندي آهي پر انسان اهو نٿو سمجهي سگهي ته اها تڪليف ۽ رنج ڪهڙي گناهه جو نتيجو آهي.

اهل باطن ڄاڻن ٿا. اهي سمجهن ٿا ته اهو خمار اُن ذاتي جو آهي. گناهه ۽ اُن جي ثمر ۾ ڪا ظاهري مناسبت ڪونه هوندي آهي، جيئن ٻج ۽ ميوي ۾ ڪا مناسبت ڪونه هوندي آهي. مِنيءَ مان ٻار پيدا ٿئي ٿو پر ٻار ۽ منيءَ ۾ مشابهت نه آهي. داڻو وڻ جي مُشابه ڪڏهن ٿي سگهي ٿو؟ مَني مانيءَ مان ٺهي پر پاڻ ۾ ڪا مشابهت نه اٿس. جن ٻاڦ مان پيدا ٿيا ڪڪر بُخارن مان پيدا ٿيا پر پاڻ ۾ مُشابهت ڪونه اٿن. حضرت مسيح عليه السلام حضرت جبرائيل عليه السلام جي ڦوڪ سان پيدا ٿيو پر ٻنهين ۾ ڪا مُشابهت نه آهي. حضرت آدم عليه السلام مٽيءَ مان پيدا ٿيو. انگور، انگور جي ٻج ۽ گونچ مان پيدا ٿيو. انهن ۾ به ڪا مُشابهت نه آهي. جنت عبادت جو ثمر آهي، چوريءَ جو نتيجو ڦاسي آهي پر پاڻ ۾ مُشابهت نه اٿن. اصل ۽ نتيجي ۾ جيتوڻيڪ ڪا مُشابهت ڪونه هوندي آهي پر نتيجي ڪي ئي اصل سمجهو. انهيءَ ڪري مصيبت کي گناهه جو ثمر ۽ نتيجو سمجهڻ گهرجي. چاهي انسان عبرت حاصل ڪرڻ جي لاءِ اُن گناهه کي نه سمجهي سگهي جنهن جي نتيجي ۾ مصيبت ۾ گرفتار ٿيو آهي پر اُن کي گناهه جي معافيءَ جي درخواست ڪرڻ گهرجي. سجدو ڪري چوڻ گهرجي ته اها منهنجي گناهه جي سزا آهي. الله تعاليٰ کان عرض ڪرڻ گهرجي ته تنهنجي ذات ظُلم ۽ ستم کان پاڪ آهي، ڏوهه کان سواءِ تون سزا نٿو ڏئين. آئون ڏوهه کي معيّن ڪري نٿو ڄاڻان، پر تنهنجي بخشش جي لاءِ ڏوهه ۽ جُرم هجڻ گهرجي. اي خدا! جڏهن تو منهنجي خطا کي ان باري ۾ پوشيده رکيو آهي جو آئون نٿو سمجهي سگهان ته اها مصيبت ڪهڙي خطا جي ڪري آئي آهي تون هاڻي هميشه جي لاءِ منهنجي ان خطا کي لڪائي ڇڏ. سزا ڏوهه جي اظهار جو سبب بڻجي ويندي آهي. جڏهن چور کي سزا ملندي آهي تڏهن ماڻهو سمجهي ويندا آهن ته ان چوري ڪئي آهي. عاجزي ۽ نيازمندي گهڻن اسرارن تي مشتمل آهي.

## بادشاهه جو پهلوان جي خيانت کي پنهنجي ظلم جي سزا سمجهي ٻانهي سندس حوالي ڪرڻ

شاہ باخود آمد استغفار کرو

یادِ جُرم و زلت و اصرار کرو

ترجمو: ”بادشاهه هوش ۾ آيو هُن توبهه ڪئي، پنهنجا ڏوهه ۽ لغزشون ۽ اصرار ياد ڪيائين.“

بادشاهه چيو ته اهو سڀ ڪجهه منهنجي ظُلم جي سزا آهي، مون موصل جي بادشاهه جي ٻانهيءَ تي نظربد وڌي ته ان جي بدلي ۾ منهنجي ٻانهي تي نظربد پيئي. مون ٻئي جي پرده دري ڪئي تڏهن منهنجي پرده دري ٿي. جيڪو شخص ٻين جي عورتن تي فِسق ڪري ٿو اهو ديوٿ آهي. حقيقت ۾ اهو پنهنجي عورت جي باري ۾ چاهي ٿو ته ماڻهو اُن سان فِسق ۽ فجور ڪن. انهيءَ ڪري بُرائي جو بدلو اُن جهڙي بُرائي آهي. جڏهن تنهنجو فِسق ۽ فُجور پنهنجي زال جي فسق ۽ فجور جو سبب بڻيو ته معلوم ٿيو ته تون دَيوّث هئين. مون موصل جي بادشاهه جي ٻانهي غصب ڪئي ته منهنجي ماتحت منهنجي ٻانهي غصب ڪئي. اهو منهنجو امين ۽ منهنجو غلام هو پر ڪيس منهنجي خيانتن، خيانت ڪرڻ وارو بڻائي ڇڏيو. پوءِ آئون ٻين کان ڪهڙو بدلو وٺان اهو ته خود منهنجو ڪيل ڏوهه آهي. هاڻي جيڪڏهن آئون پهلوان کي سزا ڏيان ته اُن جي سزا به مون کي ڀوڳڻي پوندي. هڪڙو دفعو آئون آزمائي چڪو آهيان ته بُرائي جو بدلو بُرائي آهي، هاڻي آئون ائين ڪونه ڪندس. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي ته اِنْ عُدْتُّمْ جيڪڏهن توهان وري اهي ئي شرارتون ڪندؤ ته اسين به اهي ئي (بدلن ڏيڻ وارو ڪم) ڪنداسون. هاڻي اُن پهلوان تي ڪو ظُلم ۽ زيادتي مُناسب نه آهي، صبر ۽ رحم سان ڪم وٺڻ ئي مناسب آهي. هاڻي ته بارگاهِ خداوندي ۾ اها ئي دعا ڪرڻ گهرجي ته اسان کان ظلم ٿيو، غلطي ٿي تون معاف ڪر! مِصر جي بادشاهه دعا ۾ چيو: اي خدا مون معاف ڪيو، تون به معاف ڪر. مصر جي بادشاهه ٻانهيءَ کي هدايت ڪئي ته پهلوان جو قصو هاڻي ڪنهن سان نه ڪج. مون طئي ڪري ڇڏيو آهي ته پهلوان سان تنهنجي شادي ڪندس. جيڪڏهن هڪ برائي ڪئي آهي ته سوين ڀلايون به ڪيون آهن، آئون اُن کي شرمنده

ڪرڻ نٿو چاهيان. مون توڪان بہ وڌيڪ حسين ٻانهيون اُن جي حوالي ڪيون آهن پر هُن خيانت ڪئي، اها منهنجي ٻراين جي مون کي سزا ملي آهي.

**بادشاهہ جو پهلوان کي هڪ تدبير سان ٻانهي بخشڻ**

پس بخود خواند آں امیر خویش را
کُشت درخود خشم قہر اندیش را

ترجمو: "پوءِ هُن امير کي سڏيو، قهر واري ڪاوڙ کي پنهنجي اندر لڪايائين."

اُن ڪانپوءِ بادشاهہ اُن پهلوان امير کي گهرايو ۽ بظاهر هي بهانو ڪيائين تہ آئون اِن ٻانهيءَ کان نفرت ڪريان ٿو ۽ منهنجي نفرت جو سبب هي آهي تہ منهنجي زال گهڻو ناراض آهي. منهنجو ٻانهيءَ کان نفرت جو سبب اهو آهي تہ منهنجي ٻارن جي ماءُ (زال) کي ان کان تڪليف ٿئي ٿي، هاڻي جيئن تہ اها ٻانهي مون کي ڪنهن کي ڏيڻي آهي تہ تون وڌيڪ مستحق آهين ڇاڪاڻ تہ ان جي آڌڻ ۾ تو وڏي جانبازي ڪئي آهي. مصر جي بادشاهہ اُن ٻانهيءَ جو اُن پهلوان سان نڪاح ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي ڪاوڙ کي ختم ڪري ڇڏيائين.

**حيواني قوت ۽ نبين جهڙي ذهانت جي تقسيم جو بيان**

الله تعاليٰ حيواني طاقتن جي تقسيم هر هڪ جي مناسب حال ڪئي آهي. ڪنهن کي تہ گڏهہ جهڙي شهواني قُوَت ڏني اٿس ۽ ڪنهن کي وري ملائڪن ۽ نبين جي ذهانت ۽ ذڪاوت عطا ڪئي اٿس.

خواهشن تي قابو پائڻ سرداري جو دليل آهي ۽ پيغمبري صفت آهي. جيڪو شخص شهوت جي تخم ريزي نہ ڪندو اهو قيامت ۾ پنهنجي تخم ريزي جو ڦل لهندو.

گر بدش سُستی زنری خراں
بُود اورا مَردی پیغمبراں

ترجمو: "جيڪڏهن منجهس گڏهن جهڙي شهوت کان سُستي هئي تہ پيغمبرن جهڙي مردانگي بہ هئي."

مِصر جي بادشاهہ ۾ گڏهن جهڙي شهوت ڪونہ هئي اُن ۾ معنوي مردانگي هئي. نفساني رذائل کي ڇڏڻ پيغمبري مردانگي آهي. اُها مُردگي جيڪا خدا جي منظورِ نظر هجي ان زندگي کان بهتر آهي جيڪا مردود بارگاهہ هجي. مردانگي اصل اها آهي جيڪا پيغمبرن ۾ آهي، اها ئي جنت ۾ وٺي ويندي. شهوت پرست جي مردانگي ڇِلڪو (ڪل) آهي ۽ دوزخ جي رهنما آهي. جنت مڪروهات سان گهيريل آهي ۽ باهہ خواهش نفس سان گهيريل آهي. اها ڳالهہ حديث مان ظاهر آهي.

**بادشاهہ جو اياز کي ٻيهر خطاب ڪرڻ ۽ حڪومتي ڪارندن جو امتحان وٺڻ**

اے ایازِ شیر نرّدیو کُش
مردی خرکم فزوں مَردی ہش

ترجمو: "اي اياز نر شينهن! ديوَ کي مارڻ واري گڏهہ جي مردانگي گهٽ آهي. هوش جي مردانگي وڌيل آهي."

اها ڳالهہ ٻيا سردار نہ سمجهيا جيڪا تون آساني سان سمجهي وئين، اي اياز! تون منهنجي حڪم جي لذت کان واقف آهين. ڇاڪاڻ تہ تون منهنجي حڪم تي جان قربان ڪرين ٿو. حڪم جي ذوق ۽ اُن جي چاشنيءَ جي داستان جي معنوي ڳالهہ هاڻي تون ٻُڌ.

## بادشاه جو هڪ وزير کي قيمتي موتي ڏيئي امتحان طور ڪيس پڇڻ لاءِ چوڻ؟

گفت روزے شاه محمودِ غنی

آں شه غزنی و سلطانِ سَنی

ترجمو: ”چون ٿا ته هڪڙي ڏينهن بي نياز شاه محمود، جيڪو غزنيءَ جو بادشاه ۽ بزرگ شاه هو...“

هڪڙي ڏينهن بادشاه ڪچهري ڏانهن ويو، اُن ڪچهريءَ ۾ حڪومت جا سڀ ارڪان موجود هئا. بادشاه هڪ روشن موتي ٻاهر ڪڍيو ۽ پوءِ جلد هڪڙي وزير جي هٿ جي تريءَ تي رکيائين ۽ پڇيائين ته هيءُ ڪيئن آهي؟ ۽ هي موتي ڪيتري قيمت جو آهي؟ وزير چيو ته سون جي سوين ٻورين کان وڌيڪ قيمتي آهي. بادشاه چيو ته موتيءَ کي ٽوڙي ڇڏ وزير چيو ته ان کي ڪيئن ٽوڙيان؟ آئون توهان جي مال ۽ خزاني جو خيرخواه آهيان، آئون ڪيئن مناسب سمجهان ته هيءُ موتي جنهن جي قيمت جو اندازو نٿو ٿي سگهي ايئن رائيگان ۽ بيڪار وڃي. ان تي بادشاه ڪيس شاباس ڏني ۽ خلعت عطا ڪيائين. بادشاه اُن کان موتي واپس ورتو. چو ته ڪيس سڀني جو امتحان وٺڻو هو. ان کانپوءِ بادشاه اهو موتي چوبدار جي هٿ تي رکيو ۽ پڇيائين ته خريدار جي لاءِ اهو ڪيتري قيمت جو آهي؟ چوبدار چيو ته هيءُ اڌ سلطنت جي قيمت جو آهي خدا هن کي بربادي کان بچائي! بادشاه چيو ته اِن کي ٽوڙي ڇڏ. چوبدار چيو ته سج جهڙي چمڪدار تلوار وارا! هن جو ٽوڙڻ ڏاڍو قابلِ افسوس آهي هن کي رهڻ ڏيو ۽ روشنيءَ کي ڏسو ته سج جي روشنيءَ هن جي اڳيان جهڪي آهي. هن جي ٽوڙڻ ۾ منهنجو هٿ ڪيئن هلندو؟ آئون بادشاه جي خزاني جو دشمن ڪونه آهيان. بادشاه اُن کي به خِلعت عطا ڪئي ۽ اُن جي ماهوار پگهار ۾ اضافو ڪيو ۽ پوءِ اُن جي عقل جي واکاڻ ڪيائين. بادشاه ان جي تعريف هن لاءِ ڪئي تان ته ٻين جو امتحان وٺي سگهي. ٿوري دير کانپوءِ بادشاه اهو موتي هڪ ٻئي امير جي هٿ ۾ ڏنو اُن امير به اهو ئي چيو ته قيمتي موتي آهي. بادشاه اُن کي به خِلعت عطا ڪئي. چاڪاڻ ته اهي سمجهي رهيا هئا ته بادشاه کي جواب پسند اچي رهيو آهي تنهن ڪري جيڪو پهرين امير جواب ڏنو پنجاه سٺ اميرن اهو ئي جواب ڏنو ڏسجي ته دنيا جو ڪم تقليد سان هلي رهيو آهي پر آزمائش سان هر مقلّد رسوا ۽ خوار ٿيندو آهي. اهو موتي اهڙي طرح اميرن جي هٿ ۾ ايندو رهيو. پڇاڙيءَ ۾ بادشاه اياز جي هٿ ۾ ڏنو ۽ چيو ته هن موتيءَ کي سڀني اميرن ڏٺو هاڻي تون به ڏس.

### تقليدي ايمان جي حيثيت

موتي جڏهن اياز جي هٿ ۾ پهتو ته هُن ٻين سردارن جي تقليد ۾ جواب ڪونه ڏنو ۽ بادشاه انهن کي جيڪي خِلعتون ڏنيون انهن سان ڏوکي ۾ ڪونه آيو. تقليدي ايمان معتبر نه آهي. ايمان جو تعلق يقين سان آهي ۽ مقلّد کي عام طور تي يقين حاصل ڪونه هوندو آهي. معمولي شڪ سان ان جو علم زائل ٿي ويندو آهي. ثابت قدم اهي ماڻهو هوندا آهن جن کي عين اليقين جو درجو حاصل هوندو آهي.

اے ایاز اکنوں بگوئی کایں گُہر

چند می ارزد بدیں تاب و ہنر

ترجمو: ”اي اياز! هاڻي تون ٻڌاءِ ته اهو موتي ان چمڪ ۽ خوبيءَ سان ڪيترو ملهائتو آهي؟“

بادشاه موتيءَ جي قيمت اياز کان پڇي ته هُن جواب ڏنو ته هي ايتري قدر ملهائتو آهي جو ان جي قيمت جو بيان ڪرڻ مُمڪن نه آهي. بادشاه چيو ته ان کي ٽوڙ. اياز پٿر جي ذريعي فوراً اهو موتي پڃي ڇڏيو. اُن جو ڀاڳ هو جو دانائي اُن جو ساٿ ڏنو. ممڪن آهي ته اياز خواب ۾ اهو قِصو ڏٺو هجي انهيءَ ڪري پٿر کڻي مجلس ۾ آيو هجي،

جيئن حضرت يوسف عليه السلام قيد ۾ خواب ۾ ئي اچڻ وارا واقعا ڏٺا هئا، جنهن شخص جي فتح ۽ ڪاميابيءَ ڪي خوشخبري ملي چُڪي هجي ان جي لاءِ فتح ۽ شڪست جا اسباب برابر ٿي ويندا آهن. جڏهن بازيءَ کٽڻ جو يقين ٿي ويندو آهي تڏهن پنهنجي گهوڙي ۽ هاٿيءَ جي مارجي وڃڻ جي اُن کي ڪا پرواهه ڪونه هوندي آهي. حريف ۽ مُقابل جيڪڏهن اُن جي گهوڙي کي ماري ته گهوڙي جو مارجڻ ان جي ڪاميابيءَ جو پيش خيمو ٿيندو. شطرنجي (شطرنج راند وارو) کي گهوڙي سان ڪا محبت ڪونه هوندي آهي اهو ته کٽڻ جو خواهشمند هوندو آهي. گهوڙي سان اُن جو عِشق اڳتي وڌڻ لاءِ هوندو آهي. صورتن لاءِ ايتري قدر پيچ ۽ تاب نه ڪڻ. صورت جو درد کٽڻ کان سواءِ معنيٰ حاصل ڪر. معنيٰ جي ادراڪ جا مرتبا مختلف آهن. زاهد کي انجام جو غم رهندو آهي ته ڏسان ته قيامت جي ڏينهن ڇا ٿو ٿئي. جيڪي ماڻهو مڪمل آهن انهن کي ابتدا کان ئي انجام جو عِلم ٿي ويندو آهي ۽ انهن جو علم خوف ۽ اميد کي ختم ڪري ڇڏيندو آهي، عارف ڄاڻندو آهي ته جيڪو هُن پوکيو آهي ان جي پيداوار ڪهڙي ٿيندي. جيئن ته اڳواٽ علم حاصل ٿي ويو آهي انهيءَ ڪري به انجام جي فڪر جو شور و غُل ختم ٿي ويو آهي. ان کي به انجام جي باري ۾ خوف ۽ اميد جي ڪشمڪش هئي پر ان تي حقيقت واضح ٿيڻ جي ڪري هاڻي خوف ختم ٿي ويو آهي ۽ اميد باقي رهجي ويئي آهي. اُن جي لاءِ هاڻي خوف ختم ٿي ويو ۽ اهو نور بنجي نورِ مطلق جي تابع ٿي ويو. اياز به انهن مان هو جن کي انجام جي خبر ٿي ويندي آهي. انهيءَ ڪري اهو بادشاهه جي احڪامن وغيره مان ڏوکي ۾ ڪونه پيو. اياز موتيءَ کي بادشاهه جي حڪم مطابق فوراً ڀڃي ڇڏيو. اميرن شور ڪيو ۽ اياز کي چيو ته اها ڪهڙي بيباڪي آهي جو تو اهڙي عُمدي موتي کي ڀڃي ڇڏيو. سردارن جي جماعت پنهنجي جِهل سان اهو نه سمجهيو ته اياز ته موتي ڀڳو، انهن اميرن ته بادشاهه جي حڪم جي ڀڃڪڙي ڪئي! محبت ۽ دوستي جي موتيءَ کي انهن اِن موتيءَ کان وڌيڪ قيمتي نه سمجهيو.

**اميرن جو اياز کي ملامت ڪرڻ ته تو قيمتي موتي ڇو ڀڳو ۽ اياز جو کين جواب ڏيڻ**

گفت اياز اے مهترانِ نامور
امر شه بهتر بقيمت يا گهر

ترجمو: ”اياز چيو ته اي نامور سردارو! قيمت ۾ بادشاهه جو حڪم بهتر آهي يا موتي!؟“

اياز انهن اميرن کي چيو ته ٻڌايو ته موتي زياده قيمتي هو يا بادشاهه جو حڪم. توهان جو منظورِ نظر موتي هو بادشاهه جو حڪم ڪونه هو. توهان پنهنجو قبلو سِڌو رستو ڇڏي ٽيڏو رستو اختيار ڪيو. بادشاهه کي ڇڏي موتيءَ ڏانهن توجهه ڪرڻ محبت جو شرڪ آهي. جيڪو شخص رستي جي رنگين پٿر کي بهتر سمجهي ۽ بادشاهه جي حڪم کي پَسِ پُشت اُڇلائي اهو خود بي جوهر آهي. مصنوعات کان رو گرداني ڪري صانع ڏانهن توجهه ڪرڻ گهرجي. ظاهر ڏانهن رُخ ڪر مظاهر تي اڪتفاءُ ڪر، دنيا جي خوشنمائي رستي جي رڪاوٽ آهي. اصل موتي بادشاهه جو حڪم هو. نافرماني ڪري توهان ان کي ٽوڙي ڇڏيو. اياز جي اها تقرير ٻڌي سيئي امير شرمنده ۽ حيران ٿيا. سردارن جا ڪنڌ هيٺ ٿي ويا! معذرت ڪرڻ لڳا ته اسان کان ڀُل ٿي ويئي ۽ هر هڪ ٿڌا ساهه ڀرڻ لڳو.

**بادشاهه جو اميرن کي قتل ڪرڻ جو ارادو اياز جي سفارش ڪرڻ ته معاف ڪرڻ زياده بهتر آهي**

کرد اشارت شه بجلّادِ کهن
کہ زصدرم ایں خساں راپاک کن

ترجمو: ”بادشاهه پراڻي جلاد کي اشارو ڪيو ته انهن ڪميڻن کي منهنجي دربار مان صاف ڪر.“

بادشاهه انهن سردارن جي نافرماني تي انهن جي قتل جو حڪم ڏيئي ڇڏيو ۽ چيائين ته اهي ڪميڻا منهنجي

مجلس جا لائق نہ آهن، انهن کان مجلس کي پاڪ ڪرڻ گهرجي. انهن هڪ پٿر جي ڪري حڪم عدولي ڪئي. اِن تي اياز شاهي تخت ڏانهن پڳو ۽ سجدو ڪري سفارش ڪرڻ لڳو تہ اي بادشاهہ! توڪان آسمان تعجب ۾ آهي. اياز بادشاهہ کي چيو تہ توهان هُما آهيو. دنيا جا جيتري قدر هُما آهن انهن ۾ توهان جي ڪري برڪت آئي آهي، توهان اهڙا ڪريم آهيو جو دنيا جي ڪريمن توهان کان ڪرم حاصل ڪيو آهي. توهان ايتري قدر حسين آهيو جو گلاب شرمندگيءَ جي ڪري پنهنجو لباس چاڪ ڪري ڇڏيو آهي. توهان جي معافي ايتري قدر وڌيل آهي جو مغفرت توهان کان سير چشم ٿي رهي آهي ۽ لومڙيون توهان جي عفو جي بنياد تي شينهن تي غالب آهن. جيڪو شخص توهان جي حڪم عدولي ڪري ٿو اهو توهان جي عفو جو سهارو وٺي ڪري، ڪري ٿو. آقا جي رحمدلي ۽ عفو جي صفت غُلامن کي گستاخ ۽ غافل بنائيندي آهي. جڏهن انسان جون اکيون ڏُکي رهيون هجن تڏهن اهو تعظيم کان غافل ٿي ويندو آهي. آقا جي هيبت ۽ ڊپ غُلامن ۾ بيداري پيدا ڪندو آهي ۽ ڀُل کي ختم ڪندو آهي. جڏهن غنيم لُٽجي رهيو هجي تڏهن ڪوبہ ڪونہ سُمهندو آهي چاڪاڻ تہ هر شخص پنهنجي گودڙي بچائڻ جي فڪر ۾ هوندو آهي. اهو تہ گودڙيءَ جو ڊپ هو، هاٿي تہ جان جو ڊپ آهي، پوءِ ننڊ ڪيئن اچي سگهي ٿي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ لَا تُؤَاخِذْنَآ اِنْ نَّسِيْنَآ (البقره:286) ”اسان جي ڀُل تي اسان جي پڪڙ نہ ڪر.“ ان مان معلوم ٿيو تہ ڀُل بہ گناهہ آهي ورنہ گرفت نہ ڪرڻ جي دعا ڇو سيکاري ويئي. اها ڀُل جيڪا بي پرواهيءَ کان هجي قابل گرفت آهي، البتہ جيڪڏهن ياد ڪرڻ جون سيئي تدبيرون ڪيون هُجن ۽ پوءِ بہ ڀُل ٿي وڃي تہ ان تي گرفت نہ آهي چاڪاڻ تہ پهرين صورت ۾ اُن اهي اسباب نہ اختيار ڪيا جيڪي اهو ڪري سگهيو ٿي. جڏهن ياد رکڻ جي ذريعن ۽ اسباب کي ترڪ ڪري ٿو ۽ ان کان ڀُل سَرزد ٿئي ٿي تہ پوءِ مواخذو ٿيندو آهي. جيڪو شخص ڀُل جي اسباب کي اختيار ڪري ۽ ڀُل کي عذر بنائي تہ اُن جو مثال اُن شخص جهڙو آهي جيڪو شراب ۾ مست ٿي ڏوهہ ڪري ۽ پوءِ چوي تہ آئون تہ بي خود هوس، انهيءَ ڪري معذور آهيان! حاڪم ان کي اهو ئي چوندو تہ بدبخت بيخودي جو سبب تو اختيار ڪيو هو تو پنهنجو خود اختيار ختم ڪيو هو، انهيءَ ڪري تون معذور نہ آهين. جيڪڏهن تون پنهنجي طور تي مست نہ ٿئين ها تہ الله تعاليٰ تنهنجي پُشت پناهي ڪري ها ۽ تنهنجو عذر خواهہ هجي ها تہ اهڙي خدائي مست جي لغزش جا تہ اسين غلام آهيون. اياز چيو تہ اي بادشاهہ، توهان جي عفو جي مقابلي ۾ سڄي جهان جون معافيون ذرّو آهن ۽ دنيا جون سڀ معافيون تنهنجي عفو جون ثناگو آهن. اي انسانو! اُن جو ڪو همسر نہ آهي ان جو همسر قرار ڏيڻ کان بچندا رهو. اياز بادشاهہ کي چيو انهن جي جان بخش ڪريو ۽ انهن کي پاڻ کان جدا نہ ڪريو، جنهن هڪ ڀيرو بہ تنهنجو چهرو ڏٺو آهي اهو جُدائي جي تلخي ڪيئن برداشت ڪندو، اُن تي رحم ڪريو. توهان هِجر ۽ فراق جي ڳالهہ ڪري رهيا آهيو. ايئن نہ ڪريو ۽ جيڪي چاهيو سو ڪريو، عاشق جي لاءِ يار جي جدائي کان بدتر ڪا سزا نہ آهي. توهان خطاڪارن جا فرياد رس آهيو، ڪنهن شخص کي بہ فراق جي سزا نہ ڏيو. وصل جي اميد تي مرڻ پلو آهي. تنهنجي جدائي جي تلخي باهہ کان وڌيڪ آهي. ڪافر بہ جهنم ۾ اهو چوندو تہ توهان جي نظرِ ڪرم هجي تہ جهنم بہ گوارا آهي. توهان جي نظرِ ڪرم فرعون جي جادوگرن جي لاءِ هٿ پير ڪٽرائڻ آسان ڪري ڇڏيا ۽ انهن توهان جي شيرين نظر کي پنهنجي هٿن پيرن جي خون جو بدلو سمجهيو.

**لَا ضَيْرَ ۡ اِنَّآ اِلٰى رَبِّنَا مُنْقَلِبُوْنَ (الشعراءِ۔ ٥٠) چوڻ جو تفسير**

جڏهن فرعون جادوگرن کي قتل ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني تڏهن انهن چيو تہ هٿ پير وڍڻ ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي، اسين پنهنجي رب ڏانهن موٽي رهيا آهيون.

نعرهء لَاضَيْرَ بشنید آسماں
چرخ گوئے شد پے آں صولجاں

ترجمو: ”آسمان “کو نقصان نہ آهي“ جو نعرو ہڏو. آسمان اُن ڏاڙيءَ لاءِ ٻال ٻنجي ويو.“

مطلب تہ ان نعري سان آسمان بہ رقص ڪرڻ لڳو. جيڪڏهن تون اسان جي ان جذبي کي سمجهي وڃين تہ اسان کي تڪليف ڪونہ ڏئين. انطاڪيہ وارن جڏهن حبيب نَجّار، حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي حواري کي شهيد ڪيو تڏهن اُن فرمايو: ”ڪاش منهنجي قوم ان ڳالهہ کي ڄاڻي وٺي تہ منهنجي رب منهنجي مغفرت فرمائي ۽ مون کي معزّز بنايو.“ انهن جادوگرن چيو هو تہ خواب غفلت مان جاڳ ۽ اسان جي هميشہ واري سعادت کي ڏس، مصر ۽ نيل جي سلطنت تي غرور نہ ڪر. جيڪڏهن تون اِن حقير سلطنت کي ٺُڪرائي ڇڏيندين تہ تنهنجي روح ۾ ايتري قدر وسعت پيدا ٿي ويندي جو اهو درياءِ نيل اُن ۾ غرق ٿي ويندو. جادوگرن فرعون کي چيو تہ هن مصر جي حڪومت مان هٿ ڪڍي وڃ، پوءِ روحاني دنيا جا سوين مصر هٿ اچي ويندا. فرعون قوم کي چيو هو تہ آئون توهان جو رب آهيان. جادوگرن چيو تہ تون ”اَنَا“ ۽ ”رب“ ٻنهين جي حقيقت کان بي بهره آهين. ”اَنَا“ اها آهي جيڪا فنا کانپوءِ حاصل ٿئي، تون اُن کان ناواقف آهين. تون رب جي حقيقت کان بہ ناواقف آهين. جيڪو پنهنجي رعيت جي بگڙي وڃڻ کان خوفزده هجي اهو رب ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ اصل انانيت تڏهن حاصل ٿيندي آهي جڏهن انسان پنهنجي انانيت ۽ خودي کي ڇڏي، جيڪا مصيبت ۽ مشقت سان پُر آهي. تنهنجي انانيت خودي جي لاءِ آهي، تون منحوس آهين. اسين فنا جو درجو حاصل ڪري چُڪا آهيون انهيءَ ڪري اسان جي انانيت هڪ دولت آهي. تنهنجي انانيت اسان جي خوش بختي جو سبب بنجي ويئي آهي، تنهنجي انانيت اسان کي هن فاني دنيا مان ڇوٽڪارو ڏنو آهي هاڻي. اسين سوريءَ تي چڙهي توکي نصيحت ڪري رهيا آهيون. اها سوري اسان جي لاءِ قُرب خداوندي جو بُراق بنجي ويئي آهي. اها خفيہ زندگي جيڪا موت جي صورت ۾ آهي اهو خُفيہ موت آهي جيڪو زندگي جي ڇلڪي ۽ ڪل ۾ آهي. تنهنجو دارالملڪ موت بصورتِ حيات آهي. دنيا کي ڏوڪي جو گهر هن ڪري چيو ويندو آهي تہ اهي حقيقتون ابتيون نظر ايندڙيون آهن. پهرين فنا حاصل ڪر، پوءِ غروب (سج لهڻ) کانپوءِ منّور طلوع ٿيندو. بشري وصفون فنا ڪرڻ کان اڳ ۾ ”اَنَا“ چوڻ ازل کان مردود آهي. فنا کانپوءِ ”اَنَا“ چوڻ محمود آهي. جنهن ”اَنَا“ ۾ بشري انانيت نہ هجي اُن سان روح خوش ٿيندو ۽ انسان اُن اَنَا جي ذريعي هن دنيا جي ”اَنَا“ مان نجات ۽ ڇوٽڪارو لهندو آهي. جڏهن انسان بشري انانيت مان ڇُٽي ويندو آهي تڏهن ڪيس حقيقي اَنَا حاصل ٿيندي آهي. فاني، حقيقت جي لاءِ گُريزان آهي ۽ بقا اُن جي پويان آهي ۽ ان مظهر ۾ صفاتِ الاهي پنهنجو ظهور چاهيندي آهي ۽ جيستائين انسان پنهنجي اَنَا جو طالب آهي تيستائين فناءِ حقيقي ان کي حاصل ڪونہ ٿيندي. جڏهن پنهنجي بشري صفتن سان مرده ٿي ويندو تڏهن فنا خود اُن جي طالب بنجي ويندي. جيستائين انسان پنهنجي اَنَا سان زنده آهي تہ ان مُردي کي وهنجارڻ وارو يعني فنا اُن سان مصروف عمل ڪونہ ٿيندي. اِن بحث ۾ تہ فنا پنهنجي اَنَا ختم ڪرڻ ڪانپوءِ حاصل ٿيندي آهي عقل رهنمائي نٿو ڪري ورنہ امام فخر الدين رازيؒ جيڪو عقلي دليلن تي هر شيءِ جو مدار رکي ٿو دين جي اسرارن جو سڀ کان وڏو عالم هجي ها. اهي مسئلا ذوقي آهن جنهن انهن جو مزو نہ چکيو اهو انهن جي حقيقت تائين نٿو پهچي سگهي. انهن مسئلن ۾ عقلي دليل حيرت ۾ اجان وڌيڪ اضافو ڪن ٿا. حقيقي انا جو علم فنا ڪانپوءِ واضح ٿيندو آهي. جيڪڏهن خالي عقل جي ذريعي انهن مسئلن کي حل ڪيو ويندو تہ انسان حُلول ۽ اتصال جهڙن عقيدن ۾ مبتلا ٿي ويندو يعني هي سمجهي ويهندو تہ بقا بعد فنا جنهن ۾ هڪ انسان وجودِ عبد کان سواءِ صفاتِ رب سان متصف ٿئي ٿو حلول جي صورت ۾ آهي يعني الله تعالىٰ وجودِ عبد کي پنهنجو محل بنائي ٿو يا عبد ۽ رب ۾ اتحاد هجڻ جي صورت سان آهي. بقا ۽ فنا جو صحيح مثال جيڪڏهن آهي تہ هي آهي تہ جهڙي طرح ستارو سج جي شُعاع ۾ گم ٿي ويندو آهي اهڙي طرح عبد (ٻانهو) حادث پنهنجو پاڻ کي ربِ قديم ۾ گم ڪري ڇڏيندو آهي. اهو تہ صفتن جي تبديليءَ جو مثال آهي. يا هي سمجهو تہ نُطفو انساني جسم ۾ تبديل ٿي ويندو آهي. اهو ذاتي تبديلي جو مِثال آهي.

**سفارش ڪرڻ ۾ اياز جو پنهنجو پاڻ کي مجرم سمجهڻ ۽ ان خطا جي معافي گهرڻ**

اياز اُن سفارش جي باري ۾ بہ پنهنجو پاڻ کي قصوروار سمجهيو ۽ عذرخواهي ڪرڻ لڳو. اها صورت تڏهن پيدا ٿيندي آهي جڏهن انسان شاهہ جي عظمت کي سمجهي چڪو هُجي. تنهنڪري حضورﷺ جن ارشاد فرمايو تہ آئون خدا کي توهان کان وڌيڪ ڄاڻان ٿو ۽ خدا کان توهان کان وڌيڪ ڊڄان ٿو ۽ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ، ”الله جي ٻانهن مان الله کي ڄاڻڻ وارا ئي الله کان ڊڄن ٿا.“

من کہ باشم کہ بگویم عفو کن

اے تو سلطان و خلاصہ امر کن

ترجمو: ”آئون ڪير (ٿيندو) آهيان جيڪو چوان تہ معاف ڪريو. توهان تہ اهي بادشاهہ آهيو جيڪي ”ڪُن“ جي امر جا خلاصہ آهيو.“

منهنجو توهان جي اڳيان سفارش ڪرڻ پنهنجي هستي جو اقرار ڪرڻ آهي جيڪو غير مناسب آهي. منهنجي رحم ۾ تہ خلوص نہ آهي. آئون تہ فقط توهان جي حِلم جي رهنمائي ڪري رهيو آهيان. جيڪڏهن توهان مون کي سزا ڏيڻ پسند ڪريو تہ آئون لکين ٺڦرن جو حقدار آهيان. سفارش ڪرڻ منهنجي گستاخي آهي. آئون ڪير ٿيندو آهيان جو توهان کي ٻڌايان ۽ ڪرم جو شرط ياد ڏياريان. جڏهن تہ توهان کي هر شيءِ معلوم آهي ۽ هر ڳالهہ ياد آهي. توهان خود جِهل کان پاڪ آهيو ۽ ڪاپُل ڪنهن شيءِ کي توهان کان پوشيده نٿي ڪري سگهي. توهان معافي جو اختيار مون کي ڏيئي ڪري ڪنهن قابل بنايو. هاڻي جڏهن توهان مون کي ڪنهن قابل بنايو آهي تہ ڪرم ڪري منهنجي خوشامد بہ ٻُڌو! هاڻي آئون، آئون ڪونہ آهيان انهيءَ ڪري منهنجي اها سفارش منهنجي نہ آهي توهان جي آهي. جڏهن مون وٽ پنهنجو ڪجهہ نہ آهي پوءِ گهر ۾ جيڪي ڪجهہ آهي منهنجي ملڪيت نہ آهي. تو ئي مون کي سفارش جي توفيق ڏني آهي هاڻي تون ئي ان کي قبول فرماءِ. دعا ڪرڻ وارو تون ئي آهين ۽ توکان ئي قبول ڪرڻ جي اميد وابستہ آهي، جڏهن منهنجو ڪو حصو نہ آهي تہ پوءِ مون کي خواهہ مخواهہ جو فخر ٿيندو تہ بادشاهہ منهنجي سفارش تي خطاڪارن کي معاف ڪيو آهي. آئون تہ خود بيماري هئس بادشاهہ مون کي دوا بنائي ڇڏيو. آئون دوزخ هئس جيڪو ٻين کي ساڙيندو آهي، ان بادشاهہ جي فضل مون کي ڪوثر بنائي ڇڏيو. جيڪو سڙيل کي زندگي بخشيندو آهي. هاڻي جيئن تہ آئون ڪوثر آهيان تنهن ڪري دوزخ سزا ۾ جن جو جسم ساڙي ڦُلهيار ڪري ڇڏيو آهي انهن کي ٻيهر جسم ڏيان ٿو. ڪوثر جو هڪ هڪ قطرو پُڪاري چوندو آهي تہ مون کي ويجها اچو تہ آئون سڙيل کي ٻيهر جسم عطا ڪندس. منهنجو مثال مرهم وانگر آهي جيڪو سڙيل جسم تي ٻيهر عُمده گوشت پيدا ڪندو آهي. دوزخ سرءُ جي موسم وانگر آهي ۽ ڪوثر موسمِ بهار وانگر آهي تہ دوزخ موت آهي، ڪوثر نفخ صور آهي جنهن سان مُرده زنده ٿي ويندا آهن. جيڪي ماٺهو دوزخ جي باهہ سان سڙي ويا آهن انهن کي الله جو ڪرم ڪوثر ڏانهن سڏي ٿو. حديث قدسي ۾ آهي تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي مون مخلوق هن لاءِ پيدا ڪئي آهي تان تہ اها مونِ مان فائدو حاصل ڪري. هن لاءِ پيدا ڪونہ ڪئي آهي تہ آئون انهنِ مان فائدو وٺان. اهو خدا جو فرمان هن لاءِ آهي تہ اُن جي ذات سان ناقص درست ٿي وڃن. مخلوق جو معاف ڪرڻ بہ اُن جي درياءِ عفو جو هڪ حصو آهي. مخلوق جون معافيون پنهنجي اصل ڏانهن پرواز ڪن ٿيون. كُلُّ شَيْءٍ يَرْجِعُ إِلَىٰ أَصْلِه ”هر شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن موٽندي آهي.“ پوءِ الله تعاليٰ انهن کي سڄو ڏينهن انساني بدنن ۾ قيد ڪندو آهي ۽ وري رات جي وقت ان محل ڏانهن پرواز ڪري ويندا آهن. اها انهن جي آمدورفت ان وقت تائين آهي جيستائين زندگي مقدّر آهي. انهن جي پرواز ڪافرن ۽ فاسقن جي پرواز وانگر اونڌي مُنهن نہ آهي. انهن جي واپسيءَ تي الله تعاليٰ جو ڪرم آواز ڏيندو آهي تہ اچو هاڻي هن واپسيءَ ڪانپوءِ دنيا جو درد ۽ رنج ختم ٿي ويندو. انهن کي ڪرمِ خداوندي چوندو آهي تہ توهان سفر جون تڪليفون ڪنيون

آهن هاڻي ڪرم جي پاڇي ۾ پير ڏگهيري سُمهي رهو. هاڻي انهن پيرن کي جن الله جي عبادتن ۾ ڏاڍيون تڪليفون برداشت ڪيون آهن حورن جي هٿن ۾ پيرن ۾ پڪيڙيو. انهن ماڻهن جي حالت سج جي روشنيءَ جهڙي آهي جيڪا مٽي ۽ نجاستن مٿان گذري ٿي پر صاف ۽ پاڪ سج ڏانهن موٽندي آهي. صوفي بہ دنيا جي نجاستن تان پاڪ ۽ صاف لنگهي واپس ايندو آهي. گناهگار ۽ خطاوار بہ هاڻي شرمنده آهن، جيتوڻيڪ اهي قدرت سان مغلوب هئا پر پنهنجي جُرم ۽ خطا کان واقف آهن. هاڻي آهون پرين پيا ۽ توڏانهن مُنهن ڪيو اٿن. تنهنجي مهرباني خطاڪارن کي رستو ڏيکارڻ واري آهي. معافي جي نهر ۽ چشمي جو آلوده ٿيڻ وارن کي جلد رستو عطا ڪر، تان تہ پاڪ ٿي نماز ۾ شريڪ ٿي سگهن.

انهن صفن ۾ اندازي کان وڌيڪ نمازي آهن وَّاِنَّا لَنَحْنُ الصَّآفُّوْنَ (الصافات:165) ملائڪن جو مقولو آهي تہ بيشڪ، اسين صفون ٻڌڻ وارا آهيون. جڏهن ڳالهہ ان حالت جي بيان ۾ پهتي تہ قلم بہ ٽُٽي ويو ۽ ڪاغذ بہ ڦاٽي ويو (يعني شفاعت جي اسرارن جي بيان ۾) اسرارن جو هڪ بي پايان سمنڊ آهي ۽ اسان جو مثال ان تي ترڻ واري جو آهي. ترڻ وارو سمنڊ کي نٿو ماپي سگهي. چيلڙو شينهن کي نٿو ڪٽي سگهي. جيڪڏهن اسرار توکي نظر نٿا اچن تہ حجاب کان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪر، پوءِ عجيب بادشاهي ڏسندين. اياز جو مقولو آهي تہ جيتوڻيڪ ان مست قوم توهان جو حڪم ٽوڙيو آهي پر جيئن تہ اهي توهان جا مست آهن انهيءَ ڪري معذور آهن. انهن جي مستي اُن مرتبي ۽ مال جي ڪري آهي جيڪو توهان انهن کي ڏنو آهي. جيئن تہ تون انهن سان خصوصيت رکين ٿو، انهيءَ ڪري هي مست ٿي ويا آهن. جڏهن تون انهن سان خاص طور تي خطاب ڪرين ٿو تڏهن انهن تي شراب جي سوين مٽن جي مستي طاري ٿي وڃي ٿي. شرعي حڪم آهي تہ مست تي نشي جي حالت ۾ شراب پيئڻ جي حد يعني ڪوڙا ڪون لڳايا ويندا آهن. جڏهن مست جو نشو لهي ويندو آهي تڏهن اُن کي ڪوڙا هنيا ويندا آهن پر آئون اهڙو مست آهيان جنهن جي مستي تنهنجي جام جي ڪري آهي جيڪا قيامت تائين زائل نٿي ٿي سگهي. جيڪو تنهنجي عشق ۾ فنا ٿي ويو اهو وري ڪڏهن نٿو پاڻ سنڀالي. تنهنجي مهرباني اسان جي مستي جي عذر تي چوي ٿي تہ تون جيتوڻيڪ اسان جي جام جو مست نہ آهين پر جَهڻ پي مستيءَ جو اظهار ڪري رهيو آهين، پر پوءِ بہ تنهنجو عذر قبول ڪن ٿا. تون اهڙو شراب آهين جو اهلِ دل تو مان مستي حاصل ڪن ٿا. اي مَڪِ! ڳجهہ تو کان مست ٿي ويندي جڏهن تون ماڪيءَ جي سمنڊ تي گهوڙو ڊوڙائيندين (يعني حقيقت جا اسرار ڏسندين) هاڻي تنهنجي مستيءَ جو اهو حال آهي جو سڄي ڪائنات تنهنجي تصرّف ۾ آهي. دنيا جون مصيبتون توکان لرزه بر اندام (ڏڪندڙ) آهن ۽ دنيا جي هر قيمتي شيءِ تنهنجي لاءِ بي قيمت آهي.

جيڪڏهن خدا مون کي پنج سئو وات ڏي تہ آئون تنهنجي واکاڻ ڪريان. هڪ زبان آهي اها بہ شرمندگي کان شِڪستہ آهي، تہ پوءِ آئون ڪيئن تنهنجي تعريف جو حق ادا ڪري سگهان ٿو پر آئون عدم کان تہ ويل نہ آهيان. ان مان بہ تہ غيبي آثار ظاهر ٿي رهيا آهن جيڪي توکان فيض حاصل ڪري رهيا آهن. تنهنجي ئي ذات جي تقاضا آهي تہ آئون اُن جون وصفون بيان ڪريان. اُن ڪرم تي آئون قربان آهيان. تعريف ڏانهن اسان جي رغبت تنهنجي تقاضا ۽ جذبي جي ڪري آهي. ڦوڪٽو هوا جي سهاري اڏامندو آهي. ٻيڙي درياءَ جي سهاري هلندي آهي. آبِ حيات هر شيءِ جي زندگي جو سبب آهي پر تنهنجي رحمت جي مقابلي ۾ اهو ميرو ۽ مڪرّر پاڻي آهي. آبِ حيات جي املهہ هجڻ جو هي دليل آهي تہ ان کي اهي پسند ڪن ٿا جيڪي پنهنجي جان کي بچائڻ چاهين ٿا پر جيڪي ماڻهو فنا کي پسند ڪن ٿا اهي تنهنجي آبِ عشق سان زنده آهن. انهن جي لاءِ آبِ حيات هيچ آهي. آبِ حيات سان هر جان کي تازگي حاصل ٿيندي آهي پر هن آبِ حيات جي زندگي تون آهين. جيئن تہ مون کي موت کانپوءِ زندگي جو يقين آهي انهيءَ ڪري منهنجي لاءِ موت جي حقيقت ننڊ کان وڌيڪ نہ آهي. تنهنجي ٻيو دفعو زندگي عطا ڪرڻ جو حال هي آهي جو جيڪڏهن ست سمنڊ سُڪي واري ٻنجي وڃن پر تون انهن کي چوين تہ پاڻي ٿي وڃو تہ اهي پاڻي ٿي ويندا. عقل موت

کان ڊڄندو آهي ۽ عشق ان معاملي ۾ لاپرواهه آهي. ڪچو پتر مينهن کان ڊڄندو آهي پڪ ڪڏهن نٿو ڊڄي. مثنوي جي دفترن مان هي پنجون آهي آسمانن جي بُرجن ۾ ستارن وانگر آهي. جهڙي طرح ستارن مان هر شخص رهنمائي نٿو حاصل ڪري سگهي اهڙي طرح مثنويءَ مان هر شخص رهنمائي نٿو حاصل ڪري سگهي مثنويءَ مان هر شخص مستفيد نٿو ٿي سگهي. ٻيڙي وارا ملاح ستارن کي سُڃاڻندا آهن ٻيا رڳو نظارو ڪندا آهن ۽ انهن جي نيڪ بختي کان غافل آهن. رات ڏينهن مثنويءَ سان شُغل رک، اهڙي طرح شيطان کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندين. ستارا شيطان کي ساڙيندا آهن.

بزرگ روميؒ مثنوي جي دفترن کي بمنزلہ ستارن جي قرار ڏنو آهي ۽ جان جي لاءِ اهي بُرج ثابت ڪيا آهن، جيڪي آسمان ۾ آهن. انهيءَ ڪري اهڙا الفاظ استعمال ڪيا آهن جن جي لفظي معنيٰ بہ مراد وٺي سگهجي ۽ اهي ستارن ۽ بُرجن جا نالا بہ آهن جيڪي شيطان لاءِ وچونءَ جو ڪم ڪندا آهن ۽ ستاره شناس انهن مان فائدو وٺندا آهن. اهو ئي مثنوي جو حال آهي. ستارا جيتوڻيڪ عقرب (وڇون) وانگر آهن، مشتري (خريدار) جي لاءِ اهي قريبي دوست آهن. قوس (ڪمان) جيڪڏهن شيطان جو تير ٽوڙڻ واري آهي تہ دلو (ڏول) پوک ۽ ميوي جي لاءِ پاڻيءَ سان لبريز آهي. حوت (مڇي) جيتوڻيڪ گمراهيءَ جي ٻيڙيءَ کي ٽوڙي ٿي. دوست جي لاءِ ثور (ڍڳي) وانگر پوک پوکي ٿي. شمس (سج) جيڪڏهن رات کي اسد (شينهن) وانگر ڦاڙي ٿو. موتيءَ کي اُن مان اطلس خلعت ملندي آهي. سرطان (ڪيڪڙو) جي صورت جيتوڻيڪ آڏي آهي، ميزان (ساهمي) جي هيئت ان کان الڳ آهي. مرّيخ جو ڏنڊو جيتوڻيڪ خونريزي آهي پر اهو تبريزي سج کان مغلوب آهي. تبريز آذربائيجان جو هڪ شهر آهي جيڪو مشرق ۾ واقع آهي ۽ ان مان شمس تبريزي بہ مراد آهي جيڪو مولانا جو مرشد آهي. زُحل جيتوڻيڪ تاثير ۾ منحوس ثابت ٿيو آهي عمل ۾ اُن سان فڪر جي باريڪي پيدا ٿئي ٿي. منهنجو قمر (چنڊ) سج جي ڪري جيڪڏهن ٻئي تاڙيون وڄائي رهيو آهي تہ زهره جو پتو نہ آهي تہ دَمُ هڻي. مطلب تہ جيڪڏهن منهنجي مثنوي سُرور بخشي تہ زهره جيڪو رَقّاصہ فلڪ آهي ان جو ساهہ گهٽجي ويندو پر عطارد پنهنجو گهر گم ڪري ڇڏيندو آهي ۽ چريائي جي ڪري جوزا جو اخروٽ ٽوڙي ڇڏيندو آهي. مُشتري جو هٽ ڏکي ٿو ۽ دل تڙپي ٿي. قمر (چنڊ) ٽوڪريءَ وانگر پاڻيءَ تي پيو آهي. سرطائر (اڏامڻ واري ڳجهہ. هي ستارن جو هڪ ميڙ آهي جيڪو اڏامڻ واري ڳجهہ وانگر نظر ايندو آهي.) جا شرم کان پَر ڦڙڪن ٿا. اَرڙ (تارن جو ميڙ جنهن کي سنڌيءَ ۾ پَٽون چئجي ٿو) لالچ جي ڪري ميڻ وانگر نرم ٿي وڃي ٿو. بنات ٽي ستارا آهن ۽ نعش چئن ستارن جو مجموعو آهي. بنات النعش انهن ستن ئي ستارن جي مجموعي کي چيو ويندو آهي جيڪي ڪٽ جي صورت ۾ نظر ايندا آهن. (سنڌيءَ ۾ انهن کي ڪٽ چئبو آهي) مطلب تہ ڪٽ حاملہ ٿي وڃي ٿي، ڳڌجي وڃي ٿي ۽ تاڙيون وڄائي ٿي. انهن اشارن کان درگذر ڪرڻ بي وقعت ٿي ويو. ڪهڪشان سُنبلہ جي ڪري ڪکن سان ڀرجي ويئي. ڪهڪشان هڪ ڊگهي سُفيدي آهي جيڪا رستي جي صورت ۾ نظر ايندي آهي (برسات جي موسم ۾ سرشام نظر اچڻ لڳندي آهي. هن جو هڪڙو سِرو ڏکڻ ڏانهن ۽ ٻيو اتر ڏانهن هوندو آهي)

هاڻي ان مثنوي جي رمزن جي بيان کي ختم ڪريون ٿا. بيان جي ڊيگهہ جي ڪري هن جا صاف مضمون بہ سمجهڻ مشڪل ٿي رهيا آهن. مثنوي جو سج اُڀريو آهي جنهن جي روشني پکڙجي ويئي آهي پر مُنڪرين کي اهو بہ ناگوار آهي. دشمني جي ڪري دشمن ماکي ۽ کير کي بہ زهر سمجهي ٿو. اهو ماکي ۽ زهر هجڻ مثنويءَ جي خصوصيت نہ آهي پر هر شيءِ جو اهو ئي حال آهي. دوست بڻجي وڃ ۽ بُرين عادتن کان خالي ٿيءُ تان تہ زهر جي مٽ مان بہ تون ماکي کائين. حضرت عمرؓ جي لاءِ اُن جي فاروقي ترياق جي ڪري مُخالفن جو زهر کنڊ بڻجي ويو هو، انهيءَ ڪري حضرت عمرؓ لاءِ اهو زهر مُضر ۽ نقصانڪار ڪونہ رهيو. اهو ئي ترياقِ فاروقي جيڪڏهن تون حاصل ڪندين تہ پنهنجي زماني جو فاروق بڻجي ويندين.

# دفتر ڇهون

اے حیاتِ دل حُسام الدیں بسے
میل می جوشد بقسم ساد سے

ترجمو: ”اي دل جي زندگي حُسام الدين! ڇهين دفتر ڏانهن خواهش گهڻيون اُڇلون کائي رهي آهي.“

مولانا جو پنهنجي مُريد ضياء الحق حُسّام الدين کي خطاب آهي ته تنهنجي باطني ڪشش آهي جيڪا حسامي نامہ (مثنوي) جي لاءِ ظاهر ڪان بي نياز آهي ۽ حقيقت جي طالب آهي، تنهنجي رضامندي لاءِ آئون پيش ڪري رهيو آهيان جيئن ته ڇهين دفتر سان مضمون مڪمل ٿي ويندا، انهيءَ ڪري ان ڪانپوءِ ٻئي ڪنهن دفتر لکڻ جي ضرورت ڪونه رهندي. شارحن جو اهوئي خيال آهي ته هن دفتر ۾ مولانا تصوف جا آخري ۽ بيش بها مضمون ذڪر فرمايا آهن. طرف به ڇهه آهن ۽ بزرگ روميؒ دفتر به ڇهه لکيا آهن تان ته هر طرف ۾ هن جو نور پکڙجي وڃي. مثنوي جو اصل مقصد قربِ حق ۽ عشقِ حق آهي ۽ عشق کي پنجن ۽ ڇهن دفترن سان ڪو خاص تعلق نه آهي، مقصد پورو هجڻ گهرجي. ڇهون دفتر هن اُميد تي شروع ڪيو پيو وڃي ته شايد ڪُجھ رهيل اسرار بيان ڪرڻ جي اجازت ملي وڃي ۽ اهي اُن ۾ بيان ڪيا وڃن.

اڳين دفترن ۾ جيڪي ڪجھ بيان ڪيو ويو آهي هاڻي انکي وڌيڪ کولي بيان ڪيو ويندو. راز، رازدان لاءِ مناسب آهي. مُنڪر جي ڪَنَ ۾ راز، راز نه هوندو آهي، ٿي سگهي ٿو ته اسرارن جو بيان ڪن ماڻهن جي انڪار جو سبب ٿئي. الله تعاليٰ جو حڪم آهي ته ماڻهن کي حق جي دعوت ڏني وڃي، انهيءَ ڪري دعوت ڏيڻ واري کي هِن سان بحث نه آهي ته ڪو انجي دعوت کي قبول ڪري يا انڪار ڪري. حضرت نوح عليه السلام نَوَ سو سالن تائين دعوت ڏيندو رهيو پر سندس قوم جو انڪار به وڌندو رهيو (حضرت نوح جي دعوت جو زمانو ساڍا نَوَ سو سال آهي، بزرگ روميءَ رحمة الله عليه ڪسر (پَڳَ) کي حذف ڪري ڇڏيو آهي. سنڌيڪار) حضرت نوح عليه السلام مُنڪرن جي انڪار ڪانِ دعوت ڪان ڪونه رُڪيو. منڪرن جو مثال ڪُتي وانگر آهي ۽ دعوت ڏيڻ وارن جو مثال قافلي وانگر آهي. قافلو ڪُتن جي ڀونڪڻ سان رستي تان واپس ڪونه ايندو آهي پر اڳتي وڌندو رهندو آهي. چوڏهين جو چنڊ ڪتن جي ڀونڪڻ سان پنهنجي رفتار گهٽ ڪونه ڪندو آهي. قدرت هر شخص جي استعداد مطابق هڪ ڪم تي ان کي مقرر ڪيو آهي ۽ ان مان مقصد خداوندي ان جي آزمائش آهي. منڪرن جي انڪار سان دعوت کي ڇڏيو ڪونه ويندو آهي پر ان ۾ اجا وڌيڪ سختي پيدا ڪئي ويندي آهي. جڏهن سُرڪو تيز ٿيندو آهي ته ان ۾ ڪنڊ جو اضافو ضرور ٿيندو آهي ورنه اهو ناقص ٿي ويندو. مطلب ته منڪرن جو انڪار سرڪو آهي ۽ حق جي دعوت ماکي آهي. حضرت نوح عليه السلام جي قوم جو انڪار جيتري قدر وڌيو قدرت حضرت نوح جي ايتري قدر زياده ڪنڊ وڌائي. شُڪر جي اضافي جي صورت هي آهي ته جيتري قدر منڪر سخت هوندا آهن ايترو ئي اُولوالعزم پيغمبر انهن ڏانهن موڪليا ويندا آهن. اهڙو هڪڙو

پيغمبر لکين داعين جي وزن برابر ته ڇا هوندو بلڪ سون زمانن جي انسانن جي برابر هوندو آهي جيئن ته ان نبي ۽ رسول جو بحر حقيقي سان رابطو هوندو آهي، اِن ڪري اهو ڪروڙن تي غالب هوندو آهي.

الله تعاليٰ جي فيض کي عام طور تي سمنڊ ۽ درياءَ سان مثال ڏنو ويندو آهي. ان تمثيل سان هي درياءَ شرمنده ٿيندا آهن ۽ چوندا آهن "چه نيست خاڪ را باعالم پاڪ" جڏهن ﭘنهي جهانن جو ذڪر گڏ ٿيندو آهي تڏهن حسي عالم کي حقارت محسوس ٿيندي آهي. الله تعاليٰ کي درياءَ قرار ڏيڻ هڪ ناقص تعبير آهي، درياءَ کي الله تعاليٰ سان ڪابه نسبت نه آهي. بزرگ روميؒ وري اڳين مضمونن ڏانهن موٽي ٿو ته منڪرن جي انڪار جي ڪري اسرارن جو بيان نٿو ڇڏي سگهجي. ڪي ماڻهو منڪرن جي تابعداري ڪندا آهن ته ڪي داعين جي، اِها خدائي مشيت هوندي آهي. ڪنڌو ٻين لاءِ ناپسنديده آهي پر ٻاهه کي وڻندو آهي ڇاڪاڻ ته ان جي غِذا آهي. اهڙي طرح انڪار مُنڪرن جي غذا آهي، سٺي دماغ کي خوشبو پسند آهي. اهڙي طرح دعوت قبول ڪرڻ وارن کي دعوت پسند ايندي آهي. پليتي انسان جي لاءِ خراب آهي ڪتي ۽ سوئر جي خوراڪ آهي. هرشيءِ بتقاضاءِ فطرت پنهنجو ڪم انجام ڏيئي رهي آهي. نجاست پليت ڪندي آهي پاڻي وري پاڪ ڪندو آهي. منڪر انڪار ڪندا آهن داعي انهن کي ڀلائي ڏانهن سڏيندا آهن. ڪَکَ ۽ ڪنڊا پنهنجو ڪم ڪندا آهن باهه پنهنجو ڪم ڪندي آهي. منڪرن جي شرارتن کي داعين جي دعوت فنا ڪري ڇڏيندي آهي. نانگ پنهنجو ڪم ڪندو آهي ماکيءَ جون مکيون پنهنجو ڪم ڪنديون آهن. انهيءَ ڪري اسانکي فسادن جي ڪري تبليغ کي ڇڏڻ نه گهرجي. منڪرن جي انڪار سان جڏهن زهر پکڙي ٿو تڏهين مصلحين پنهنجي ترياق سان ان جو اثر زائل ڪندا آهن. بقا ئي اختلاف سان آهي انهيءَ ڪري منڪرن جي اختلاف ڪري مُصلح کي پنهنجو ڪم نه روڪڻ گهرجي. عالم امڪان مختلف جزن جو مجموعو آهي ان جي هر ذري کي ٻئي ذري سان اِها ئي نسبت آهي جيڪا دين کي ڪُفر سان آهي. هڪ ذري جو رُخ ساڄي پاسي آهي ته ٻئي جو کاٻي پاسي آهي. هڪ ذري جو رخ مٿي آهي ته ٻئي جو هيٺ آهي. مطلب ته انهن ذرن جي پاڻ ۾ ڪشمڪش ۽ اختلاف آهي. ذرن جو اختلاف الله تعاليٰ جي مختلف اسمن ۽ صفتن جو مظهر هئڻ جي ڪري آهي. جڏهن مقام فنا حاصل ٿيندو آهي ته اهو اختلاف طبعي انهيءَ ذري ڏانهن منسوب ڪونه رهندو آهي. ذري جي محو ٿيڻ ڪانپوءِ ان جا افعال سڀ ڏانهن منسوب ٿيندا. جيئن ته هينئر ان جي جنگ طبعي نه آهي پر مِن الله آهي ته ان جي جنگ خدا جي جنگ آهي. فنا ڪانپوءِ ذري جو هر سڪون ۽ حرڪت ان جو پنهنجو نه آهي پر من جانب الله آهي. جيڪو فنا جي مقام کي ڪونه پهتو آهي ان جا افعال خود ان ڏانهن منسوب آهن، الله تعاليٰ ڏانهن منسوب نه ڪرڻ گهرجن، ٻٽاڪ نه هڻڻ گهرجن. فاني جو هر ڪم خدا ڏانهن منسوب آهي. حديث شريف آهي ته انسان جي دل الله جي ٻن آگرين وچ ۾ آهي اهو جهڙي طرح چاهيندو آهي ان کي ڦيرائيندو آهي، انهي ڪري اسان جا افعال خدا ڏانهن منسوب آهن. عالم جي جزن ۾ جنگ طبعي يعني جزن ۾ آثار ۽ طبيعتن جو اختلاف، جنگ فعلي يعني افعالن ۽ خواص جو اختلاف، جنگ قولي يعني اقوالن جو پاڻ ۾ اختلاف خوفناڪ جنگ آهي. ان جو سبب هي آهي ته فاني دنيا جو قيام ئي جنگ تي آهي. عناصر جي پاڻ ۾ جنگ تي غور ڪرڻ سان هيءَ ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته دنيا جي ڇت چئن متضاد عنصرن تي قائم آهي. پاڻي باهه کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي. جڏهن ته مخلوق جو بنياد ئي مختلف عنصرن تي آهي، تڏهن مخلوق پاڻ ۾ مختلف آهي. مختلف شين ۾ ئي اختلاف نه آهي پر هر شيءِ جي احوال ۾ به اختلاف آهي. جڏهن خود انسان جا احوال پاڻ ۾ مختلف آهن ته پوءِ ٻين سان ڪيئن متفق ٿي سگهي ٿو. انسان جا احوال هڪ ٻئي سان برسرِ پيڪار آهن. جيڪڏهن انسان پنهنجي احوالن تي نظر رکي ته ٻين سان جنگ ڪرڻ ۾ مشغول نه ٿئي. جيڪڏهن خدا ڪنهن کي صلح جي يڪ رنگ جهان ۾ پهچائي ڇڏي ته بيشڪ اِهو اختلاف کان بچي سگهي ٿو. عالم آخرت جي ترڪيب اضداد سان نه آهي انهي ڪري ان ۾ بقا آهي. عالم دنيا جو فنا ٿيڻ اضداد جي ترڪيب جي ڪري آهي. عالمِ آخرت ۾ نه سج جي گرمي

هوندي ۽ نه سياري جي سردي، عالم آخرت اصل مقصود آهي. عالم شهود ۾ عالم آخرت ئي متصرّف آهي. اهو ئي بي رنگ جهان هتي اچي ڪري رنگ حاصل ڪندو آهي ۽ اهي ئي شيون جن ۾ اُتي صلح هئي هتي اچي جنگ اختيار ڪنديون آهن. عالمِ آخرت ۾ وصل آهي ۽ عالم دنيا ۾ حجر ۽ فراق آهي. حجر ۽ فراق جو اصل وصل هوندو آهي. عالم دنيا جو پاڻ ۾ جيڪو اختلاف ۽اتحاد آهي ان جو سبب هي آهي ته هن جهان جو بنياد اضداد تي آهي ۽ جيئن ته هنن شين ۾ روح به آهي جيڪو هن عالم اضداد مان نه آهي ان جي ڪري پاڻ ۾ اتحاد پيدا ٿيندو آهي. روح جي تقاضا اختلاف نه آهي. ان ۾ ڪبريائي اخلاق آهي جيڪو اتحاد پيدا ڪندو آهي. رسولن جا جهاد شرّ کي ختم ڪرڻ جي لاءِ هئا انهيءَ ڪري اِهي جنگيون صلح جا اصول آهن. اِهڙي جنگ حقيقت ۾ فتني کي ختم ڪرڻ جي لاءِ آهي ۽ اها جنگ پنهنجي ذات، لاءِ نه آهي پر خدا جي آهي. اهڙي طرح جي جنگ ڪرڻ وارو ٻنهي جهانن ۾ غالب رهندو آهي. انهن جنگين جون فضيلتون جيڪي معيت حق سان هونديون آهن درياءِ ناپيدا ڪنار آهن. جيڪڏهن انهن جي پوري فضيلت نٿي بيان ڪري سگهجي ته بقدرِ ضرورت بيان ضروري آهي مَالايُدْرَكُ كُلُّه، لَايُتْرَكُ كُلُّه. جنهن شيءِ جو ڪُل حاصل نه ڪري سگهجي ان کي پورو نه ڇڏي ڏبو آهي. جيڪڏهن اِهو مقصد حاصل ڪرڻ آهي ته مثنويءَ جو سير ڪر ۽ ان جي معنائن تي غور ڪر، درياءَ جيڪو ڪکن ۾ لِڪو پيو آهي جڏهن هوا ان جي ڪکن کي هٽائيندي آهي تڏهن درياءَ جي يڪ رنگي نظر ايندي آهي، اِهو ئي حال مثنويءَ جو آهي. الفاظن کي هٽائي معنىٰ تي غور ڪيو وڃي ته حقيقت واضح ٿيندي. گاهه هٽائڻ کانپوءِ درياءَ ۾ مرجان جون شاخون نظر اينديون. ڪنهن مضمون جي لاءِ حرف بمنزل گاهه جي آهن. غور ڪرڻ کانپوءِ چوڻ وارو ۽ ٻُڌڻ وارو ۽ حرف سڀ حقيقت ۾ٽجي ويندا آهن. ان جو مثال اهڙو آهي جيئن ماني ڏيڻ وارو ۽ ماني کائڻ وارو ۽ ماني پنهنجون صورتون ختم ڪرڻ کانپوءِ سڀ مِٽي ۾ٽجي ويندا آهن. اِهي ئي شيون روح ۾ٽجي وينديون پر هر روح جو مقام جُدا آهي. جسم فاني آهي ۽ روح باقي آهي، ان جي بقا جو انڪار نه ڪرڻ گهرجي. صورت جي فنا ٿيڻ کانپوءِ روح هميشه جي لاءِ صورت کان جدا ڪونه ٿيندو آهي. الله تعالىٰ ان کي مختلف صورتون عنايت ڪندو آهي: ڪڏهن روح جي مصور هجڻ جو حڪم ٿيندو آهي. ڪڏهن مُجرّد هئڻ جو حڪم ٿيندو آهي ته لَهُ الْخَلْقُ وَ الْأَمْرُ ... (الاعراف:54) هن آيت ۾ خلق مان صورت ۽ امر مان روح مراد آهي. جسم جيئن ته مادي آهي انهي ڪري بارگاهه مان ٻاهر آهي ۽ روح جيئن ته مُجرّد آهي انهي ڪري ان جو مرتبو بارگاهه اندر آهي. جڏهن خدا روح کي مصور ڪرڻ چاهيندو آهي ان کي حڪم ڏيندو آهي ته جسم جي سواري تي سوار ٿي وڃ. جڏهن وري ان کي جسم کان جدا ڪندو آهي تڏهن ان کي حڪم ڏيندو آهي ته پنهنجي سواري تان لهي اچ، هاڻي اِها ڳالهه عوام جي ذهن کان پري ٿي وئي آهي، انهي ڪري ان کي ختم ڪيو وڃي. روح جي جسم ۾ اچڻ ۽ وڃڻ جي پوري ڪيفيت عوام جي عقل کان مٿاهين آهي، الله تعالىٰ معنائن جي صوفن جو باغ پيدا فرمائيندو آهي ۽ انهن کي حرفن جي ڪکر ۾ پوشيده ڪندو آهي ۽ ماڻهن کي فقط خوشبوءِ پهچندي آهي. جڏهن اسرارن جي خوشبوءَ پهچي تڏهن انهن جي ذريعي اصل تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪر، خوشبوءَ جي حفاظت ڪر ۽ پنهنجو پاڻ کي زڪام کان بچاءِ، جيڪو عوام جي خلط ملط سان پيدا ٿيو آهي. عوام جي صحبت روحاني مرض پيدا ڪندي آهي. عوام جي صحبت سان جسم ڍرو ٿي ويندو آهي. جڏهن اهڙي صورت هُجي ته ڪنهن ڪامل جي صحبت اختيار ڪر. سج جي گرمي سان برف ڳري ويندي آهي، عارفن جي صحبت اهڙو سج آهي جنهن جو اڀرڻ ۽ لهڻ سان تعلق نه آهي، اهو سج نجومي کي چوندو آهي ته تو ستارن کي پنهنجو قبلو ڇو بڻايو آهي؟ حضرت ابراهيمؑ چيو هو ته، ”آئون انهن لهڻ وارن ستارن کي پسند نٿو ڪريان.“ (الانعام:76) نجومي چنڊ جي ڇيرجڻ واري ڳاهه مان ناخوش ٿيندو آهي. نجومي هن ڳالهه جو به منڪر آهي ته قيامت ۾ سج کي بي نور ڪيو ويندو ۽ تارا ٽٽي ويندا. بيشڪ علمِ نجوم مان فائدا آهن پر ستارن کي موثر حقيقي سمجهڻ غلطي آهي. جيئن ماني مان نفعا آهن پر ان جو غلط استعمال هلاڪ

ڪندو آهي. زهره ستاري ۾ پاڻي ڪان وڌيڪ تاثير نه آهي. پاڻيءَ جو غلط استعمال بہ بربادي جو سبب آهي. ستاري جي محبت نجومي جي دل سان ڳنڍجي ويئي آهي ۽ نصيحت مٿي تان مٿي ويندي آهي. منڪر تي اسان جي نصيحت اثر نٿي ڪري. ها جيڪڏهن خدا ان جا ڪن کولي ڇڏي تہ نصيحت اثر ڪرڻ لڳندي. خدائي نصيحت ستاري وانگر آهي جيڪا خدا جي حڪم سان ئي موثر بڻبي آهي. دوست جي نصيحت ان تي اثر ڪندي آهي جيڪو وحي جو مشتاق آهي. انسانن ڪي طرف واري تاري ڪي ڇڏي بي طرف تاري يعني دوست جي نصيحت ڏانهن رجوع ڪرڻ گهرجي تان تہ هلاڪت ڪان بچي سگهي. اِهي بي طرف ستارا ايتري قدر روشن آهن جو سج انهن جي شُعائن ڪان چمڙي وانگر منهن لِڪائي ٿو. ان ستاري جا ست ئي آسمان غلام آهن. چنڊ ان جي اڳيان جهڪو جهيڻو نظر ۾ ايندو آهي. زهره ستارو ان جو ٻڌو ٻانهو آهي. مشتري ان تي جان قربان ڪري ٿو، زحل ان جا هٿ چُمي ٿو پر پنهنجو پاڻ ڪي ان فضيلت جو مستحق نٿو سمجهي. مريخ جيڪو جلادِ فلڪ آهي تنهن هن جي خدمت ۾ پنهنجا هٿ پير زخمي ڪيا آهن. عطارد جيڪو دبيرِ فلڪ آهي ان هن جي تعريف ۾ سوين قلم ٽوڙي ڇڏيا آهن. ستارا نجوميءَ تي ملامت ڪن ٿا تہ تو روح يعني بي طرف ستاري ڪي ڇڏي اسان سان ڇو تعلق پيدا ڪيو آهي. اِهي محدود آهن ۽ هو لامحدود آهي. روح لامڪاني شيءِ آهي اِهو ڪنهن مڪان ۾ محدود رهي نٿو سگهي. روح جا مثال محض ڪمزور عقل وارن ڪي سمجهائڻ لاءِ بيان ڪيا وڃن ٿا پر اِها شيءِ روح جي مثل نہ هوندي آهي جيڪا سيني وصفن ۾ شريڪ هجي بلڪ مثال ۽ مثيل هوندي آهي. تن پرور روح جي اوسر ڪان غافل هوندا آهن، انهن ڪي فقط عقل معاش حاصل آهي. عقل معاد (آخرت جي ڪٽڪي) ڪان اِهي بلڪل محروم آهن. غلط دعوائن ۾ وڏي حيثيت جا مالڪ آهن پر تقويٰ جي اعتبار ڪان انهن جي ڪا حيثيت نہ آهي. وڏائي ۾ اهو هڪ دنيا معلوم ٿيندو آهي ۽ وفا جي وقت دنيا وانگر بيوفا معلوم ٿيندو آهي. خودبيني جي وقت دنيٰ ۾ ڪونہ سمائبو آهي ۽ گلي ۽ معدي جي لذت جي وقت مانيءَ وانگر گم ٿي ويندو آهي. انسان جڏهن نيڪ خصلت بنجي ويندو آهي تہ ان جون برايون ڀلاين ۾ تبديل ٿي وينديون آهن. خودي خراب شيءِ آهي پر جڏهن ان جو تعلق روح سان ٿي وڃي تہ سُٺي ٿي ويندي آهي. جڏهن جماد نبات جو جُز بنجي ويندو آهي تڏهن فضيلت حاصل ڪندو آهي. جيڪو ٻوٽو روح سان تعلق پيدا ڪري وٺندو آهي اُن ۾ وڌيڪ فضيلت حاصل ٿي ويندي آهي. جڏهن روح پنهنجو تعلق روح الارواح سان ڪندو آهي تڏهن اُن ڪي لازوال زندگي حاصل ٿيندي آهي.

**هڪ شخص جو واعظيءَ ڪان پڇڻ تہ پکي جو ڪهڙو عضوو وڌيڪ شريف آهي**

واعظے را گفت روزے سائلے

کاے تو منبر را سنی تر قابلے

ترجمو: ”هڪڙي ڏينهن هڪ سوال ڪرڻ واري ڪنهن واعظ ڪي چيو تہ اي جناب! توهان منبر جي اعليٰ درجي جا قابل آهيو،“

منهنجو هڪ سوال آهي تہ قلعي جي ديوار تي هڪ پکي ويٺو آهي؛ ٻڌايو تہ اُن جي پڇ ۽ مٿي مان ڪهڙو عضوو ڀلو آهي؟ واعظ چيو تہ جيڪڏهن اُن جو مُنهن شهر ڏانهن ۽ پُڇ ڳوٺ ڏانهن آهي تہ اُن وقت اُن جو منهن پُڇ ڪان بهتر آهي ۽ جيڪڏهن پُڇ شهر ڏانهن ۽ مُنهن ڳوٺ ڏانهن آهي تہ ان جي پڇ تان قربان ٿيءِ ۽ اُن جي ڇهري ڪان بچ. پکي پرن سان آکيري ڏانهن پرواز ڪندو آهي. اي ماڻهو! انسان جو پر همت آهي. عاشق جي افعالن تي نظر نہ ڪر پر اُن جي همت ڪي ڏس جيڪا بهرحال قابلِ تعريف آهي. باز جيڪڏهن ڪوئي جو شڪار ڪري تہ ذليل آهي. جيڪڏهن ڇهرو بادشاهہ ڏانهن ڏسي تہ شريف آهي. جيڪو شينهن مئل ڳڏهہ جو شڪار ڪري اهو ڪتو آهي ۽ جيڪڏهن ڪُتو چيتي جو شڪار ڪري تہ اهو شينهن آهي. انسان جنهن جي سرشت مِٽيءَ ۽ پاڻيءَ مان آهي پر همت جي ڪري آسمان ۾

ستارن کان بُلند آهي. قرآن شريف ۾ انسان جي فضيلت جو اعتراف آهي. اها انسان جي فضيلت اُن جي بلند همت جي ڪري آهي. انساني خصوصيتون جيڪي آسمان ۽ زمين کي حاصل نہ آهن اهي محض اُن جي بُلند همت جي ڪري آهن. ساهہ جي خاصيت هيءَ آهي تہ اهو بُري ۽ ڀلي کي سڃاڻندو آهي، احسان سان خوش ۽ نُقصان سان غمگين ٿيندو آهي. جڏهن ساهہ جون اهي خاصيتون آهن تہ جيڪو وڌيڪ باخبر هوندو اهو مڪمل جان هوندو ۽ جيڪو زياده باخبر هوندو ان جي جان زياده قوي هوندي. بي جان دانش ۽ عقل کان خالي هوندو آهي. جيڪڏهن طبيعت ۾ علم ۽ احساس جو مادو نہ آهي تہ اهو روح بمنزلہ جماد جي سمجهيو ويندو. اهو روح جيڪو مُدَبِّر بدن آهي اهو الله جي صفتن جو مظهر آهي ۽ جان جي جان جيڪا علوم ۽ معارف سان مُتَّصِف ٿي ويندي آهي اها مظهرِ ذاتِ حق ٿي ويندي آهي. ملائڪ مُجَسم عقل ۽ جان هئا پر اهي حضرت آدم عليه السلام جي روح جا اهڙي طرح تابع ٿي ويا جهڙي طرح جسم روح جو تابع آهي. شيطان اُن روح سان رابطو منقطع ڪيو تنهنڪري مُرده عضوو بنجي رهجي ويو. جيڪو عضوو ٽٽي ويندو آهي اهو روح کان خالي ٿي ويندو آهي پر شيطان جي نافرماني سان آدم عليه السلام جي ڪمال ۾ نقص ڪونہ آيو. شيطان جي نافرمانيءَ جو هڪ ٻيو راز بہ آهي جيڪو عوام جي اڳيان بيان نٿو ڪري سگهجي. ٻيءَ جاءِ تي مولانا اهو راز بہ ظاهر ڪيو آهي ۽ ٻڌايو آهي تہ الله تعاليٰ جي صفت مُضِلّ جو مظهر ضروري هو انهيءَ ڪري شيطان کي پيدا ڪيائين. خاصانِ خدا جي لاءِ رازن جي ڪنڊ ڪهڙي موجود آهي، اهي اِن مان غذا حاصل ڪري رهيا آهن. عوام ان ڏانهن توجہ نٿو ڪري. جيڪو شخص خالي لفظن جو شوقين آهي اُن کي معنيٰ جو لُطف حاصل نٿو ٿئي. هيءَ مثنوي خالي شاعري نہ آهي پر اسرارن جو بيان آهي. حضرت عيسيٰ عليه السلام پنهنجي گڏهہ کي بہ اسرارن جي تعليم ڏئي سگهيو ٿي پر گڏهہ ۾ استعداد ئي ڪونہ سئي. جيڪڏهن اُن جو گڏهہ اسرارن ٻُڌڻ جي اهليت رکي ها تہ حضرت عيسيٰ عليه السلام اُن کي اسرارن جي تعليم ڏئي ها. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اَلْيَوْمَ نَخْتِمُ عَلٰٓى اَفْوَاهِهِمْ (يٰس-٦٥) "اڄ اسين انهن جي واتن تي مُهر لڳائينداسون." بزرگ روميءَ رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ ان جي معنيٰ هي آهي تہ انهن ۾ رازن کي هضم ڪرڻ جي استعداد نہ آهي. جيڪڏهن اهي بي استعداد ماڻهو حضور صلى الله عليه وسلم جو طريقو اختيار ڪن تہ ٿي سگهي ٿو تہ انهن ۾ استعداد پيدا ٿي وڃي ۽ اها مُهر جيڪا انهن جي ماڻهن جي واتن تي لڳل آهي اها حضور صلى الله عليه وسلم جي برڪت سان کُلي وڃي. انهن ماڻهن جي واتن تي جيڪي تالا لڳل آهن اهي حضور صلى الله عليه وسلم جي برڪت سان کُلي وڃن. قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي تہ اِنَّا فَتَحْنَا (فتح:١) "بيشڪ اسان انهن جي لاءِ فتح ڪيو" ان ۾ فقط مڪي جي فتح مراد نہ آهي پر تالن جو کلڻ بہ مراد آهي. حضور صلى الله عليه وسلم ٻنهي جهانن جا شفيع آهن. دنيا ۾ پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم جي شفاعت سان دين جي رازن تائين رسائي ٿي آهي ۽ آخرت ۾ جنت تائين رسائي ٿيندي. دنيا بزبانِ حال پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم کي چوي ٿي تہ هدايت جو رستو ڏيکاريو ۽ آخرت چوندي آهي تہ ديدارِ خداوندي ڪرايو. حضور صلى الله عليه وسلم دعا گهري هئي تہ "اي خدا منهنجي قوم کي هدايت ڏي اهي مون کي نٿا ڄاڻن". حضور صلى الله عليه وسلم جي دعا قبول ٿي. حضور صلى الله عليه وسلم کي خاتم النبيين خالي هن ڪري ڪونہ چيو ويو آهي تہ پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم کانپوءِ ڪو نبي نہ ايندو پر هن ڪري بہ چيو ويو آهي تہ فيض رساني ۾ نہ ڪو پاڻ سڳورن جهڙو ڪو ٿيو ۽ نہ ڪو ٿيندو يعني جهڙي طرح پاڻ سڳورا خاتم زماني آهن اهڙي طرح پاڻ سڳورن جا ڪمالات بہ خاتم آهن. جڏهن ڪو استاد ڪنهن ڪاريگري ۾ انتهائي ڪمال پيدا ڪندو آهي تہ چيو ويندو آهي تہ اها ڪاريگري ان تي ختم آهي. حضور صلى الله عليه وسلم کي مُهرن جي کولڻ ۾ ان درجي جو ڪمال هو جو پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم کي خاتم چيو ويو.

حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ڪلام ۾ اِهي اشارا آهن جن سان مُهرن جي کُشادگي ئي کُشادگي آهي. پاڻ سڳورن جا جانشين جيڪي پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم جي عُنصرن مان نهيا آهن اهي جانشين چاهي ڪهڙي بہ ملڪ جا هجن پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم جا روحاني اولاد آهن. ڪنهن وڻ جو قلم جتي بہ لڳايو اهو ان وڻ جو ٿار آهي. شراب ڪنهن بہ ٿانو ۾ هجي اهو شراب ئي آهي. انهيءَ ڪري اولاد ۾ پيءُ جو اثر ئي آهي. سج جتان بہ اڀري سج ئي آهي. انهن بزرگن جا

جيڪي عيب ڀوليندڙ آهن منهنجي هن ڪلام کان انهن کي محروم رک. جن جي دلين تي مُهر لڳي وئي آهي انهن جون اکيون بيمثال سچ سان بند آهن.

### ٻڪرين کي ٻگهڙ سمجهندڙ ڪدڙي جي حڪايت

هن حڪايت جو مقصد هيءُ آهي ته جهڙي طرح اهو ڪدڙو بنا سبب جي ٻڪرين کان ڊڄي ويو هو، اهڙي طرح ڪم همت ماڻهو پنهنجي دولت ۽ ظاهري ناموس جي خيال سان حق قبول ڪرڻ کان ڊڄن ٿا.

اے ضیاء الحق حسّام الدّین بیا

اے صقالِ روح و سلطانِ ہُدیٰ

ترجمو: ”اي روح جي روات ۽ هدايت جا بادشاهه ضياء الحق حسام الدين هلي آءُ!“

مثنوي کي ڪشادو ميدان ڏي. ان جي مثالن جي صورت کي روح ڏي تان ته ان جا حرف مجسّم عقل ۽ جان بنجي وڃن يعني مثنوي جا الفاظ عالمِ غيب ڏانهن متوجهه ٿي وڃن توهان جي ڪوشش سان عالمِ ارواح مان آيا آهيون حرفن جي چار ۾ قيدي ٿي ويا آهيون. حضرت خضر عليه السلام پريشانن جي حوصله افزائي ۽ بيڪسن جي دستگيري ڪري ٿو ۽ جڏهن کان پيدا ٿيو آهي برابر زنده آهي. اهي ٽيئي ڳالهيون حسام الدين کي حاصل ٿي وڃن. حضرت الياس عليه السلام زنده آسمانن تي کنيو ويو آهي، آئون ماڻهن جي نظربد جي ڊپ کان توهان جا احوال بيان نه پيو ڪريان. ٻين بزرگن جي پيرايه ۾ توهان جو ذڪر ڪريان ٿو. ماڻهن جي نظرِ بد الله جي عشق کان به مانع بڻبي آهي. ابوطالب ماڻهن جي طعن ۽ تشنيع جي ڪري ايمان نه آندو ۽ سوچيائين ته ماڻهو اهو طعنو ڏيندا ته سرداري مِٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيئي. حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو ته چاچا، آهستگيءَ سان ڪلمو پڙهه تان ته مونکي توهان جي سفارش جو حق ٿي وڃي. ابوطالب چيو ته راز، راز ڪونه رهندو مشهور ٿي ويندو. آئون هميشه عربن جي سامهون بدنام رهندس ۽ ذليل ٿي ويندس. ابوطالب تي الله جي مهرباني نه ٿي ورنه اهو ڪلمو پڙهي ها. مطلب ته انسان تذبذب جي حالت ۾ عاجز ٿي ويندو آهي. اختيار جي ٻه واٽي تي فقط انسان ئي نه پر آسمان به پريشان ٿيو. ٻه واٽي کان هي بهتر آهي ته خدا هڪ صراط مستقيم جي هدايت فرمائي. جيتوڻيڪ گنهگار ۽ فرمانبردار ٻئي اسماءِ الاهي جو مظهر آهن پر تشريعاً اطاعت ڪرڻي آهي. معصيت مظهرِ قهر آهي اطاعت مظهر مهر آهي، انهيءَ ڪري ٻئي برابر نه آهن. قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي ته ”امانت آسمانن ۽ زمينن آڏو پيش ڪئي وئي اهي امانت برداشت ڪرڻ کان ڊڄي ويا. بزرگ رومي رحمة الله عليه امانت مان مراد اهوئي اختيار وارو ٻه واٽو ورتي آهي. تردد واري حالت ۾ خوف ۽ ڀلائي جي پاڻ ۾ ڪشمڪش رهندي آهي، تردّد جي حالت ۾ خدا عاقبت خير سان ڪري.

### اختيار ۽ ان جي اسباب جي فتني کان پناهه جي دعا

انسان هميشه اختيار جو طالب بڻبو آهي. بيماريءَ کان صحت هن لاءِ ڳُهرندو آهي ته اختيار ۾ اضافو ٿئي ۽ اها اختيار جي زيادتي ئي انسان جي تباهيءَ جو سبب بڻبي آهي. جيئن فرعون ۽ اڳين اُمتن جي واقعن مان ظاهر آهي.

اے کریم ذوالجلال مہرباں

دائم المعروف دار ای جہاں

ترجمو: ”اي مهربان، عظمت وارا سخي! سدائين احسان وارا، جهان کي سهاري ڏيڻ وارا.“

اي هميشه رهڻ وارا، معافي ڏيڻ وارا، بي مثال بادشاهه گهڻي خير وارا! اهو تردد (ٻڌتر) جو گهٽجڻ ۽ وڌڻ مون کي توکان مليو، الله جي طرفان هڪ آزمائش آهي اِن آزمائش جي مقام تي وڏا بهادر ناڪام ٿي ويا آهن. انسان تي

اختيار ائين وڌل آهي جيئن اُٺ تي پاکوڙو. انسان جو اختيار ڪڏهن بُرائي ڏانهن جُهڪندو آهي ڪڏهن ڀلائي ڏانهن. جنت جو باغ هر ڀلائي جو نتيجو آهي. اصحاب ڪهف جو سُمهڻ خدا جي حڪم سان هو انهيءَ ڪري اهي ان غير اختياري حالت ۾ بہ اطاعت ۾ مصروف هئا. اسين بہ غير اختياري حالت ۾ اطاعت ۾ مصروف رهون. خدا ئي اصحابِ ڪهف جا پاسا بدلائيندو هو. عالمِ ارواح ۾ انسان غير اختياري حالت ۾ هو، انسان عالمِ ارواح جي زندگي وساري ڇڏي آهي، ننڊ ۾ اُن ڏانهن منتقل ٿي ويندو آهي. ان وقت انسان عالمِ شهود جي تڪليفن کان غيرمڪلّف ٿي ويندو آهي. ننڊ جي حالت ۾ عالمِ ارواح جو مزو چکي وٺندو آهي، بيخودي ۽ بي اختياري جي لاءِ انسان شراب پيئندو آهي ۽ سرود ۽ نغمہ ٻڌندو آهي. سيئي انسان محسوس ڪن ٿا تہ خودي هڪ ڄار آهي. انهيءَ ڪري ڪو مستيءَ جي ذريعي ڪو ٻئي ڪنهن شُغل جي ذريعي بي خودي اختيار ڪندو آهي. جيڪا مستي ۽ استغراق عبادت سان پيدا ٿيندي آهي ان ۾ دوام هوندو آهي. ڪنهن گناهہ سان پيدا ٿيل بي خودي عارضي هوندي آهي. جيڪا بي خودي عبادت ۽ اطاعت سان پيدا ٿيندي آهي ان سان مشاهدو حاصل ٿيندو آهي. ڪنهن ولي کي معراج روحاني ۽ عالمِ ملڪوت جو سير ان وقت ميسر ٿيندو آهي جڏهن جذب الاهي هجي ۽ خدا ان کي انهن ستارن کان بچائي جيڪي عالمِ ملڪوت مان ڳالهيون چورائڻ وارن شيطانن کي ساڙيندا آهن. فنا ڪانپوءِ ئي بقا جو درجو ممڪن آهي ۽ نيستي ڪانپوءِ روحاني معراج حاصل ٿيندو آهي. گودڙي ۽ چپل سانڍي رکڻ مان اياز جو مقصد نيازمندي هئي، جيڪا فنا ۽ نيستي جو سبب آهي. اياز جو گودڙي ۽ چپل کي محفوظ رکڻ ۽ روزانو انهن کي ڏسڻ هن بناء تي نہ هو تہ هُن جي نيستي ۽ فنا ناقص هئي يا ڪيس ڊپ هو تہ هستي ۽ خودي جون وڏيون مصيبتون پيدا نہ ٿي وڃن، پر اُن کي نيستي جي اسبابن کي ڏسڻ في نفسہ پسند هو. هستي تي اياز جو ڇمي بيهڻ ايتريقدر قوي هو، جو انکي ان جي ضرورت ڪونہ هئي تہ هو وڏائي جي ڊپ کان ان کان ڊپ ڪري. هو هستي جي سيني عيبن کان پاڪ ٿي چڪو هو، وڏائي ۽ نفس کي فنا ڪري چڪو هو. هي بہ احتمال آهي تہ اهو گودڙي ۽ چپل جي زيارت ٻين جي تعليم جي لاءِ ڪندو هجي يا هي بہ ٿي سگهي ٿو تہ هستي جي واپس اچڻ جو احتمال ڪونہ هو، پر فنا جي مرتبن ۾ ڪمي آئي هئي ۽ ان جي تڪميل جي لاءِ ڪندو هجي. ان جي نيستي ڄڻ تہ پارسين جي دخمہ ۾ بند آهي ۽ اهو چاهي ٿو تہ نيستي جي خوشبو ان دخمہ مان سنگهي تان تہ روح جي زندگي جي نسيم ۽ عيش انکي حاصل ٿي وڃي. (دخمہ: مجوسين جو قبرستان جيڪو تهہَ خاني يا هڪ مڪان جي صورت ۾ هوندو آهي، جنهن ۾ مُردن کي دفن ڪندا آهن.) يعني دخمہ خوشبو انهن کي حاصل ٿيندي رهي جيڪي پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري زندگي حاصل ڪري چُڪا آهن. دنيا جي دولت ۽ مال فاني جي جان لاءِ مانع بڻبا آهن. اياز ان ڪيفيت کي پري ڪندو هو. هي دنيا جون روايتون سون جون زنجيرون آهن جن جي ظاهر کي ڏسي انسان انهن ۾ پنهنجو پاڻ کي قيد ڪندو آهي پر ان جي انجام کان ان ڪوهہ جي سوراخ ۾ قيد ٿي رهندو آهي. دنيا جو ظاهر ڏاڍو خوشنما آهي، پر ان ۾ زهر ڀريل آهي. مومن کي هي دنيا جو جهنم جو قيدخانو نقصان نٿو پهچائي سگهي. بهرحال جنت ان کان بهتر آهي. جڏهن تہ ڪاملن جي لاءِ بہ دنيا کان پاسو بهتر آهي ۽ ناقصن جي لاءِ اها بلڪل تباهي جو سبب آهي.

**امير زاديءَ جي عاشق غلام جي حڪايت**

خواجۂ را بُود هندو بندۂ
پروريده کرده او را زندۂ

ترجمو: "هڪ آقا جو هڪڙو هندي غلام هو جنهن جي هُن پرورش ڪري ڪيس حيات رکيو هو."

اُن کي سيئي علم ۽ هُنر سيکاريائين ۽ ان جي دل ۾ هنر جي شمع روشن ڪيائين. ننڍپڻ کان اُن کي ناز سان

پاليائين" اُن آقا جي چانديءَ جي بدن واري هڪ ڇوڪري به هئي. جڏهن ڇوڪري بالغ ٿيڻ جي ويجهي ٿي تڏهن اُن جا طلبگار وڏيون رقمون خرچ ڪرڻ لڳا، هر گهڙي ڪنهن نه ڪنهن سردار جو پيغام وارو پُهتو ٿي. آقا چيو ته مال ڪي بقا نه آهي، ڏينهن جو اچي ٿو ته رات جو هليو وڃي ٿو. حُسن به بي اعتبار شيءِ آهي، هڪڙي ڪنڊي سان ڇهري جو رنگ هيڊو ٿي وڃي ٿو، سردار جو پُٽ هجڻ به معمولي ڳالهه آهي ڇاڪاڻ ته اهو مال ۽ گهوڙي تي مغرور هوندو آهي. ڪينرا رئيسن جا پُٽ آهن جيڪي پنهنجي بُرن ڪمن، شور ۽ شرم جي ڪري پيئرن جي لاءِ عار جو سبب آهن. هُنرمند به جيڪڏهن حاسد آهي ته ان ڪي سنو نه سمجھ. شيطان مان عبرت وٺ، اُن ڪي علم ته هو پر دين جو عشق ڪونه هو، شيطان آدم ۾ مٽيءَ جي صورت کان سواءِ ڪجھ ڪونه ڏٺو، علم جي باريڪين سان غيب بين اکيون نٿيون کُلن. ظاهر بين جي نظر فقط ظاهر تي هوندي آهي، اهو باطن جي حالت ڪنهن ہٖي ڪان پُڇندو آهي. اي عارف! تون ہڌائڻ واري ڪان بي نياز آهين تون خود ڏسين ٿو، ڇاڪاڻ ته تون چمڪندڙ نور آهين. دين ۽ دنيا جي ڪاميابي تقويٰ ۽ نيڪيءَ سان حاصل ٿيندي آهي. انسان جي ڪاميابيءَ جو مدار تقويٰ تي آهي انهيءَ ڪري اُن سردار نائيءَ طور هڪ متقي شخص ڪي پسند ڪيو جيڪو سچي خاندان ۽ قبيلي جي لاءِ فخر هو. تڏهن عورتن چيو ته هن وٽ مال نه آهي. سرداري مستقل هجڻ جي خوبي نه آهي هن وراثيو ته اهي شيون زُهد ۽ دين جي تابع آهن، جڏهن ڇوڪريءَ جو رشتو مشهور ٿي ويو تڏهن آقا جو غلام جيڪو گهر ۾ هو جلد بيمار ضعيف ۽ ڪمزور ٿي ويو، ان جي بيماري ڪو طبيب نه سُڃاڻي سگهيو. سِله جي بيمار وانگر ڳرندو ويو. عقل چوي ته اُن جي بيماري دل جي آهي. جسم جي دوا دل جي غم ۾ بيڪار آهي، ڇاڪاڻ ته عشق جي بيماريءَ ۾ دوا بيڪار آهي. اُن ويچاري غلام پنهنجي حال جي باري ۾ ڳالهه ظاهر نه ڪئي جيتوڻيڪ وڏي تڪليف ۾ هو. هڪڙي رات مڙس زال ڪي چيو ته اڪيلائي ۾ غلام ڪان حال پُڇ. تون اُن جي ماءُ جي جاءِ تي آهين، ٿي سگهي ٿو ته اهو پنهنجو غم توسان ظاهر ڪري. زال جڏهن اها ڳالهه ہڌي تڏهن ہٖي ڏينهن غلام وٽ ويئي ۽ نازن ۽ محبتن سان غلام ڪي ڦٽي ڏنائين، جيئن مهربان ماءُ ڪندي آهي. غلام ڪي ايترو ريجهايائين جو اهو چوڻ تي اچي ويو. چوڻ لڳو مونکي توهان مان اها اُميد نه هئي ته توهان اجنبي سرڪش ڪي ڇوڪري ڏيندا، اها منهنجي آقا زادي آهي ۽ آئون قتيل آهيان، ڇا مون ڪي افسوس ڪونه ٿيندو ته اها ہٖي پاسي وڃي؟ زال ڪي ڪاوڙ اچي ويئي خيال ڪيائين ته اُن غلام ڪي پِٽ مٿان ڪيرائي يا ماري وجهي. اهو هندي غلام ڪير ٿيندو آهي جيڪو آقا جي ڇوڪريءَ جي لالچ ڪري پر عورت صبر ڪيو ۽ پنهنجو پاڻ ڪي قابو ڪيائين. پوءِ مُڙس ڪي چيائين ته هيءَ عجيب ڳالهه ہُڌ، اهو ڪميڻو غلام بد ديانت آهي، اسان گمان ڪيو هو ته اهو پروسي جي لائق آهي پر هُن پنهنجو حال مون ڪي هيئن ہڌايو آهي.

**آقا جو پنهنجي زال ڪي صبر جي تلقين ڪرڻ ۽ غلام لاءِ تدبير سوچڻ!**

گفت خواجه صبر کُن با اوبگو
که ازو ببریم و بدہمش بو

ترجمہ: "آقا چيو ته صبر ڪر، ڪيس چئو ته اسين ان ڪي ڇڏائي تو ڪي ڏينداسين."

پوءِ تماشو ڏس ته آئون اُن ڪي ڪهڙي طرح دفع ڪريان ٿو، تون اُن جي دل خوش ڪر ته اسان جي ڇوڪري تو ڪي ئي سونهي ٿي. اگ ۾ اسان ڪونه سمجهيو هو، هاڻي سمجهيو سون ته تون وڌيڪ مناسب آهين، اسان جي باهه اسان جي بٽيءَ ۾، ليليٰ به اسان جي ته مجنون به اسان جو. ائين چوڻ سان ان تي سنو اثر ٿيندو ۽ غلام ٿُلهو ٿي ويندو. جانور گاهه سان ٿُلهو ٿيندو آهي ماڻهو عزت سان وڌندو آهي. ماڻهو ڪَنَ جي رستي سان ٿُلهو ٿيندو آهي، جانور نڙي ۽ ڪاڏي جي رستي سان مچندو آهي. مطلب ته انسان پنهنجي وڏائي جون ڳالهيون ہُڌي تيار ٿيندو آهي. زال چيو ته ان ذلت ۽

رسوائي جي معاملي ۾ منهنجي زبان ڪيئن هلندي؟ آئون ان لاءِ اهڙي بڪواس ڪيئن ڪريان. پلي اهو بدديانت شيطان صفت مري وڃي. مڙس چيو ته نه، ڊپ نه ڪر اُن ڪي تسلي ڏي شايد ان جي بيماري هلي وڃي. جڏهن عورت اُنڪي اهو چيو تڏهن اهو ناز جي ڪري زمين تي نٽي سمايو، ٿُلهو ڳاڙهو ۽ متارو ٿي پيو، گُلاب جي گُل وانگر ٿي پيو ۽ هزارين شڪر ادا ڪيائين. ڪيڏي مهل ائين چوي پيو ته اي بيگم! متان هي مڪر ۽ فريب نه هجي پر زال اُن ڪي يقيني طور چيو پئي ته اسين ان ڳالهه سان بدل آهيون تون هاڻي مطمئن رهه. آقا جڏهن ڏٺو ته غلام ٿلهو متارو ۽ ڳاڙهو لال ٿي ويو آهي، گهمڻ ڦرڻ لڳو آهي ۽ بيماري ختم ٿي ويئي اٿس تڏهن جماعت گهرائي ۽ دعوت ڪيائين ۽ چيائين ته آئون "فرج" (غلام جو نالو آهي) جي شادي ڪري رهيو آهيان. سڄو مجمع فرج ڪي مبارڪون ڏيڻ لڳو. ايستائين جو فرج ڪي يقين ٿي ويو ان ڪان پوءِ شبِ عروسي لاءِ هڪڙو تنبو لڳايو ويو، جنهن ۾ هڪ ڇوڪر ڪي ميندي لڳائي ويئي. اُن ڳيروءَ ڪي عورت وانگر سينگاريو ويو ۽ غلام ڪي ٻڌايو ويو ته تنهنجي شادي امير زاديءَ سان ڪري رهيا آهيون پر شادي نوجوان سان ڪري ڇڏيائون. ڪُڪڙ ڏيکاري نَرُ ڪڪڙ ڏيئي ڇڏيائونس. زنانن ڪپڙن سان ڇوڪر جو مُنهن لڪائي ڇڏيائون. اڪيلائي جي وقت ۾ فوراً ٻتيءَ ڪي وسايو ويو. غلام اُن هٽي ڪٽي ڳيروءَ سان رهجي ويو. جڏهن اهو نوجوان غلام ڪي چنبڙيو تڏهن غلام شور ڪرڻ لڳو پر ڏُهل ۽ دف جي گوڙ ۾ اُن جو آواز ڪنهن نه ٻڌو. سڄ اُڀرڻ تائين اهو ڇوڪرو ان غلام ڪي ايئن جنجهوڙيندو رهيو جيئن ڪٽي ي اٽي جي ٻوريءَ ۾ پنهنجي غذا نه ملي ته اُن ڪي جنجهوڙي جڳهه جڳهه تان ڦاڙيندو آهي. رسمون ادا ڪندي فرج اڌ مئو غسل خاني ۾ ويو. غلام رنجيده حمّام مان ٻاهر تنبوءَ ۾ آيو. ڇوڪري ڪنوار وانگر اُن جي اڳيان ويهي رهي، ڇوڪريءَ جي ماءُ اُتي ويهي رهي تان ته اِهو غلام نه ڏسي هيءَ ٻي آهي ۽ رات ٻيو هو. ٿوري دير ڪاوڙ مان اُنڪي ڏٺائين، پوءِ ٻنهين هٿن سان اُن ڪي ڌڪو ڏنائين ۽ چوڻ لڳو ته خدا ڪري توجهڙي بدڪار ڪنوار سان ڪنهن جو جوڙ نه لڳي. ڏينهن جو تنهنجو چهرو ختن (چين ۾ هڪ شهر، جنهن جو حُسن مشهور آهي) جي عورت جهڙو آهي، رات جو تنهنجي شاخ گينڊي جي سڱ ۾ جهڙي سخت آهي. ڏينهن ۾ تنهنجو چهرو تاتاري عورت جهڙو آهي. رات جو تنهنجو ڪِلو گڏهه جي ڪِلي ڪان به بدتر آهي. جهڙي طرح اُن غلام جي لاءِ اها ڪنوار مصيبت ثابت ٿي دنيا جي نعمتن جو به اهو ئي حال آهي. جيئن رُڃ ۾ پري ڪان پاڻي نظر ايندو آهي جڏهن ويجهو ويندين ته اها رُڃ هوندي. دنيا پوڙهي عورت وانگر چاپلوسيءَ سان پاڻ ڪي جوان ڪنوار ڏيکاري ٿي. خبردار! اُن ڪان ڌوڪو نه کاءُ. اُن جي زهر واري ماکي نه چڪ، تان ته تون "فرج" وانگر سوين مصيبتن ۾ پئجي نه وڃين پر صبر ڪر، چاڪاڻ ته صبر ڪشادگيءَ جي ڪُنجي آهي. دنيا جو داڻو ظاهر آهي ڄار لِڪل آهي. شروع ۾ ان جو انعام سٺو نظر ايندو آهي.

**اهو بيان ته هر ماڻهو هندي غلام وانگر ڪڏهن نه ڪڏهن دوکو کايو وڃي، جنهن ڪي الله بچائي!**

*چوں بہ پیوستی بدام اے ہوشیار*

*چند نالی در ندامت زار زار*

ترجمو: "سياڻا! جڏهن تون ڄار ۾ ڦاسندين ته پوءِ ندامت مان زار زار ڪيترو روئندين!"

نالو ته سرداري، وزارت ۽ بادشاهي جو آهي پر اُن ۾ موت، درد ۽ تڪليف لِڪل آهي. غلام بنجي خدا جي زمين تي گهوڙي وانگر هل، جنازي وانگر نه ٿي جنهن ڪي ڪُلهي تي کڻي هلندا آهن. جيڪڏهن ڪو ڪنهن شخص ڪي خواب ۾ جنازي تي مُرده ڏسي ته اُن جو تعبير اهو ٿيندو آهي ته ان شخص ڪي ڪو وڏو مرتبو حاصل ٿيڻ وارو آهي. ان خواب جو اهو تعبير هن لاءِ آهي ته تابوت به ماڻهن جي ڪنڌ جو بار هوندو آهي ۽ وڏا ماڻهو به ٻين تي پنهنجو بوجهه وجهندا آهن. فقير ڪنهن تي بار ڪونه هوندو آهي.

حضور عليه الصلوات والسلام جن فرمايو آهي تہ جيڪڏهن خدا کان جنت چاهيو ٿا تہ ڪنهن کان ڪاشيءِ نہ گهرو. جڏهن ڪنهن کان نہ گهرندا تہ خدا جنت الماويٰ عطا ڪندو ۽ پنهنجو ديدار نصيب فرمائيندو. اهو ابو دائود شريف جي هڪ حديث جو مضمون آهي. حضور عليه الصلوات والسلام حضرت حڪيم ابنِ حزام رضي الله عنه کي بہ اهڙي طرح جي نصيحت فرمائي هئي. اهو صحابي رضي الله عنه ڪرو ثابت ٿيو، ايستائين جو هڪڙي دفعي ڪنهن وهڻ تي سوار ٿيو تہ سندس ساڄي هٿ مان لڪڻ ڪري پيو. ڪنهن کي ڪڻڻ لاءِ ڪونہ چيائين، خود هيٺ لٿو ۽ لڪڻ کنيائين. پنهنجي سڀني ضرورتن جو الله تعاليٰ کان سوال ڪرڻ گهرجي. ها جيڪڏهن خدا جو حڪم هجي تہ ٻين کان گهُري سگهجي ٿو جيئن حضور عليه الصلوات والسلام جن کي هوتہ توهان انهن کان صدقو وصول ڪريو. امر خداوندي ڪانپوءِ سوال بُرو نہ آهي. جيڪڏهن انسان ڪلماتِ ڪفر الله جي لاءِ اختيار ڪري تہ اهو عين ايمان آهي. جيئن ڪن صحابين اسلام جي مدد جي لاءِ اختيار ڪيا يا جبر جي صورت ۾ ڪو مومن خداوندي حُڪم سان ڪفر جا ڪلما چوي. اضطرار جي وقت مردار ڪائڻ نيڪي آهي. نيڪيءَ جي لاءِ ڪا برائي، برائي نہ آهي. جيڪڏهن سِپ جي ڪل زخمي ٿي پوي تہ بہ اُن کي نہ ڏڪار چاڪاڻ تہ اُن ۾ هزارين موتي آهن. بادشاهہ جو هم مزاج بنج، جيئن باز شڪار ڪري بادشاهہ جي هٿ تي اچي ويهندو آهي. انابت الي الله اختيار ڪرڻ گهرجي تان تہ توکي دنيا ۾ ڦاسي پوءِ پڇاڙيءَ ۾ افسوس نہ ڪرڻو پوي. چور کي جڏهن سزا ملندي آهي تڏهن اهو چوري جي لذت کي ڏڪا ڏيندو (پڇتائيندو) آهي. تنهنڪري چور هٿ ڪٽجڻ تي چوري کي ڏِکو ڏيندو آهي. هر خطا وار پنهنجي خطا کي اهڙي طرح ڏِکو ڏيندو آهي جهڙي طرح پرواني کي شمع ۾ سڙڻ ڪانپوءِ ڏکو ملندو آهي. پر وري ان کي پُل تي وسندي آهي ۽ پروانو ٻيهر ان خطا جو ارتڪاب ڪرڻ لڳندو آهي. جڏهن ٻار ٿاٻڙجي ڪِرندو آهي تہ اُن کي وندرائڻ لاءِ چئبو آهي تہ لوڻ هارجي پيو (سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ ماڪوڙي مري پيئي) پر پروانو وري نور جي لالچ ۾ شمع تي ڪِرندو ۽ سڙندو آهي. پروانو شمع کي اهوئي چوندو آهي جيڪو اُن غلام آقا جي ڇوڪريءَ کي چيو هو تہ شمع تنهنجو چهرو رات جو روشن ڪرڻ واري چنڊ وانگر آهي پر دوستيءَ ۾ تون ڪوڙي ۽ ڏوکو ڏيندڙ آهين ۽ ڪوڙن جي مڪر کي الله تعاليٰ ڪمزور ڪرڻ وارو آهي.

**آيت كُلَّمَآ اَوْقَدُوْا نَارًا جي تاويل**

هن آيت ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ جڏهن ڪافر الله تعاليٰ جي منشا جي خلاف مسلمانن سان جنگ ڪرڻ جو ارادو ڪن ٿا تہ الله تعاليٰ انهن تي پُل طاري ڪري ڇڏيندو آهي ۽ اُن لڙائي جي ٻاهہ کي وسائيندو آهي. اهو ئي حال هر انسان جو آهي. جڏهن اهو قدرت جي منشا جي خلاف ڪو ڪم ڪندو آهي تہ اُن تي وِسر طاري ڪئي ويندي آهي.

كُلَّمَاهُمْ اَوْقَدُوْا نَارَالْوَغیٰ

اَطْفَأَ اللّٰه نَارَهُمْ حَتّٰی اِنْطَفَا

ترجمو: "جڏهن بہ انهن جنگ جي ٻاهہ ٻرڪائي الله تعاليٰ انهن جي ٻاهہ کي وسايو ايستائين جو اها (بلڪل) اجهامي ويئي."

پر هُن پڪو ارادو ڪيو تہ اي دل! هتي نہ ٻيهہ پوءِ وري پُلجي ويو، ڇاڪاڻ تہ پڪي ارادي ڪرڻ وارو ڪونہ هو، ڇاڪاڻ تہ هُن سچائي جو ٻج ڪونہ پوکيو. الله تعاليٰ اُن تي اُن جي پُل طاري ڪري ڇڏي جيتوڻيڪ هو چقمق تي دل گسائي ٿو اُن جي چڻنگ کي الله جو هٿ وسائي ڇڏي ٿو.

**آيت جي معنيٰ ۽ تفسير سان لاڳاپيل قصو**

رفت دزدے شب بخانہ یک بزرگ

آمد و پنہاں درآمد ہمچو گرگ

ترجمو: ”هڪڙو چور رات جو هڪڙي بزرگ جي گهر ۾ ويو. ٻگهڙ وانگر لِڪي گهر ۾ گهڙيو.“

جيئن ته ٻگهڙ لِڪي حملو ڪندو آهي. چور جي گهڙڻ جو آواز ٻڌي گهر جي مالڪ ڪپڙي جو ٽڪرو يا اڳڙي ڪنئي تان ته اُن ۾ باهه ٻاري (اڳي باهه ائين ٻاريندا هئا) روشني ڪري ۽ ڏسي ته گهر ۾ ڪير آهي. جڏهن ڪپڙي ۾ چڻنگ ڏکي ته چور اُن تي آڱر رکيو وسايو ڇڏي. چور آڱر پاڻيءَ سان به پُسائي هئي تنهن ڪري باهه جلد وساميو وڃي. گهر جو مالڪ اهوئي سمجهي رهيو هو ته اها چڻنگ پاڻهي وسامي ٿي. مالڪ سمجهيو ته وٽ آلي آهي، ڪيس اهو محسوس ڪونه ٿيو ته چور اُن کي وسائي ڇڏي ٿو

اهڙي طرح الله تعاليٰ پنهنجي منشا خلاف ارادي کي گنهگار جي دل مان مِٽائي ڇڏيندو آهي. اهو گنهگار اهو ڪونه سمجهندو آهي ته هر ڪم خداوندي تصرّف سان ٿي رهيو آهي. معقولات وارو محض عقلي دليلن سان خدا جو انڪار ڪري ٿو ۽ پنهنجي بي عقلي کي نٿو سمجهي. جڏهن ته ڪوبه گهر رازي کان سواءِ نٿو ٺهي سگهي. هي دنيا جو ايتري قدر عظيم گهر ڪنهن جي ٺاهڻ کان سواءِ ڪيئن بڻجي سگهي ٿو. ڪنهن لکڻ واري کان سواءِ خط جو لکجڻ غير معقول ڳالهه آهي. عاشق ڪن جي دائري کي ج سان، اک جي دائري کي ع سان ۽ مُنهن جي گولائي کي م سان تعبير ڪندا آهن. اهو ڪاتب جي لکڻ کان سواءِ ڪيئن ٿي سگهي ٿو. شمع جي باري ۾ هي سمجهڻ مناسب آهي ته اها ٻارڻ واري کان سواءِ روشن ٿئي يا هي سمجهڻ ته اُن کي روشن ڪرڻ واري روشن ڪيو آهي. سُٺي دستڪاريءَ کي انڌي ڏانهن منسوب ڪرڻ بهتر آهي يا بينا ڪاريگر ڏانهن؟ جڏهن انسان کي معلوم ٿي ويو ته اُن تي ڪا ٻي طاقت مسلط آهي، ته پوءِ اُن کي اطاعت ڪرڻ گهرجي. نمرود اهو بادشاهه آهي جنهن حضرت ابراهيم عليه السلام کي باهه ۾ وڌو هو. اُن خدا سان جنگ ڪرڻ جي لاءِ آسمان ڏانهن تير هلا يا هئا. الله جي حڪم جي خلاف آرزو ڪرڻ به اُن کان پڇڻ جي برابر آهي. هيءَ دنيا چار آهي. آرزو ۽ اميد ان جو داڻو آهي. حرص ۽ لالچ جي چارن مان جلد پچ. جيڪڏهن تون حرص ۽ هوس ۾ مبتلا ٿي وئين ته پوءِ حرص ڇڏڻ جي حقيقت معلوم ٿيندي. ڇاڪاڻ ته تُعۡرَفُ الۡاَشۡيَاءُ بِاَضۡدَادِهَا، ”شيون پنهنجي ضدن سان سُڃاتيون وينديون آهن.“ تقويٰ اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ انسان جي دل خود پلائي ڏانهن رهنمائي ڪندي آهي. حديث ۾ آهي ته اِسۡتَفۡتِ قَلۡبَكَ وَاِنۡ اَفۡتَاكَ الۡمُفۡتِيۡوۡنَ ”تون پنهنجي دل کان فتويٰ حاصل ڪر چاهي مفتي توکي فتويٰ ڏين.“ الله کي هي پسند آهي ته انسان حرص ۽ آرزو کي ختم ڪري. جڏهن خدا کان پڇڻ ممڪن نه آهي ته اُن جي اطاعت ڪرڻ گهرجي. جڏهن تون ان فلسفي تي غور ڪندين ته توکي شرح صدر ٿي ويندو.

**بادشاهه جو مانائتي طريقي سان اياز جي مرتبي کي ظاهر ڪرڻ**

سلطان محمود اهڙو طريقو اختيار ڪيو جنهن سان اياز جي فضيلت ظاهر ٿي وئي ۽ ٻيا امير بهتان بازيءَ کان باز اچي ويا.

*چوں امیراں از حسد جوشاں شُدند*

*عاقبت برشاہ خود طعنہ زوند*

ترجمو: ”جڏهن امير حسد سان جوش ۾ پرجي ويا ته نيٺ اُنهن بادشاهه تي طعني زني ڪئي.“

اميرن شاهه محمود آڏو اعتراض ڪيو ته اياز کي ٽيهن اميرن جي پگهار جو ٿي ڏني وڃي. اياز کي به اوترو عقل آهي جيترو ٻين کي آهي. اها پگهار ڪيڙن لاءِ ڏني ويندي هئي. بادشاهه ٽيهن اميرن کي شڪار جي بهاني شهر کان ٻاهر وٺي ويو. بادشاهه پري کان هڪ قافلو ڏٺو. هڪڙي امير کي حڪم ڪيائين ته وڃ انهن قافلي وارن کان پڇ ته ڪهڙي شهر مان اچي رهيا آهن. امير ويو قافلي وارن کان پڇيائين ته ڪٿان کان اچي رهيا آهيو؟ قافلي وارن چيو ته ري شهر کان اچي رهيا آهيون. ٿوري دير بعد بادشاهه اُن امير کان پُڇيو ته اهي ڪيڏانهن ويندا؟ امير جواب نه ڏيئي

سگهيو. بادشاهه ٻئي امير کي موڪليو تہ تون وڃي پُڇي اچ تہ ڪيڏانهن ويندا؟ امير قافلي وارن کان پُڇيو تہ انهن چيو تہ اسين يمن ويندا سون. بادشاهه اُن امير کي چيو تہ سامان ڪهڙو اٿن؟ امير جواب نہ ڏيئي سگهيو. بادشاهه ٽئين امير کي موڪليو تہ وڃ پُڇي اچ تہ قافلو ڪهڙو سامان ڪٺيو وڃي پيو؟ امير آيو پڇا ڪيائين قافلي وارن چيو تہ هر قسم جي شيءِ آهي. گهڻا ري شهر جا ٿهيل پيالا آهن. بادشاهه اُن امير کي چيو تہ ري شهر مان ڪڏهن نڪتا هئا؟ امير حيران رهجي ويو. بادشاهه چوٿين امير کي موڪليو تہ وڃ پُڇي اچ تہ قافلي وارن سفر ڪڏهن کان شروع ڪيو آهي؟ امير ويو. پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيس تہ رجب جي اٺين تاريخ قافلو نڪتو آهي. بادشاهه ان امير کان پڇيو تہ انهن پيالن جو ري ۾ ڪهڙو اگهه هو؟ وزير خاموش رهيو. بادشاهه وري اگهه پُڇڻ لاءِ ٻئي امير کي موڪليو. اهڙي طرح ٽيهہ امير سُست ۽ ناقص نڪتا. انهن ٽيهن اميرن مان ڪو پوري ڳالهہ معلوم نہ ڪري سگهيو. سلطان محمود چيو تہ مون هڪڙي ڏينهن اياز کي اهڙي معلومات جي لاءِ اڪيلو موڪليو هو. توهان ٽيهن ماڻهن جيڪي جواب ڏنا اُن اڪيلي اهي سڀ جواب ٻُڌايا.

## اميرن جو جبرين وانگر شرڪ ۾ اپيل ڪرڻ ۽ سلطان محمود جو انهن کي جواب ڏيڻ

*پس بگفتند آں امیراں کایں فنی ست*

*از عنایتہا ست کارِ جہد نیست*

ترجمو: ”تڏهن انهن اميرن چيو تہ اهو هُنر آهي جيڪو الله تعاليٰ جي عنايتن سان آهي، ڪوشش جو معاملو نہ آهي.“

اميرن چيو تہ اها اياز جي هنرمندي نہ پر خدا جي عطا آهي ۽ ان ۾ اسان يا هُن جي ڪوشش کي ڪو دخل نہ آهي. اها خدائي تقسيم آهي جو اُن چنڊ کي خوبصورت چهرو عطا ڪيو ۽ گُل کي خوشبوءِ عطا ڪئي. سلطان محمود چيو تہ اها ڳالهہ درست نہ آهي، خدا ٻانهي کي بہ اختيار ڏنو آهي. انسان جيڪو ڪم ڪري ٿو اُن ۾ سندس ڪوتاهي ۽ ڪوشش جو دخل آهي. حضرت آدم عليہ السلام اهو ئي سمجهيو ورنہ پنهنجي ڪوتاهي کي پاڻ ڏانهن منسوب نہ ڪري ها پر خدا ڏانهن منسوب ڪري ها. اهڙي طرح جي ڪمن جي خدا ڏانهن نسبت ڪرڻ شيطان جو ڪم آهي. اُن پنهنجي غلطيءَ کي خدا ڏانهن منسوب ڪيو ۽ چيائين تہ تو مون کي گمراهہ ڪيو، منهنجو ڪهڙو قصور آهي. صحيح ڳالهہ هيءَ آهي تہ الله تعاليٰ جي قضاءِ قدر بہ حق آهي ۽ انسان جي ڪوشش بہ پنهنجي جڳهہ تي صحيح آهي، فقط هڪ پاسي ڏسڻ شيطان جي ٻاڏي اک جو ڪم آهي. انسان گهڻن ئي ڪمن کي سرانجام ڏيڻ جي حوالي سان ٻڌتر ۾ هوندو آهي. جيڪڏهن ڪيس اختيار نہ هجي تہ هو ٻڌتر ۾ چو هجي ها. جبر جي حالت ۾ ان ٻڌتر جو سوال ئي پيدا نہ ٿئي ها. جڏهن انسان کي مٽي اُڏامڻ جي طاقت ئي نہ آهي تہ ڪڏهن اهو مونجهارو نٿو ٿئي تہ مون کي مٽي اُڏامڻ کپي يا سمنڊ ۾ ٽپڻ گهرجي. انسان کي موصل ۽ بابل وڃڻ جو اختيار آهي جنهن ڪري هو دل من هٽي ٿو. انسان کي پنهنجي غلطيءَ جو ذميدار قضاءِ خداوندي کي نہ بنائڻ گهرجي، پنهنجي ڏوهہ جي ذميداري قضا تي اُڇلائڻ ائين آهي جيئن قتل زيد ڪري ۽ بدلو عمرو کان ورتو وڃي. شراب بڪر پيئي ۽ ڪوڙا احمد کي لڳايا وڃن. الله تعاليٰ ڪڏهن بہ غير مُجرم کي سزا نٿو ڏئي. ماڪي هڪڙو کائي ۽ اُن جي اثر کان بخار ٻئي کي ٿئي، ڏينهن جو مزدوري هڪڙو ڪري ۽ ان جي اجرت رات جو ٻئي کي ڏني وڃي اهو نٿو ٿي سگهي. ظاهري عملن جا نتيجا خود ڪرڻ واري کي حاصل ٿيندا آهن. انسان جا عمل ئي اُن کي دامنگير ٿيندا جهڙي طرح ظاهري اولاد ان کي چنبڙندو آهي. آخرت ۾ اعمالن کي مصوّر ڪيو ويندو پر عملن ۽ جزا ۾ ظاهري مشابهت ڪونہ هوندي. چوري، ڌاڙو ۽ ان جي سزا ڦاسيءَ ۾ ظاهري مناسبت نہ آهي پر خدا دنيا ۾ انصاف قائم ڪرڻ جي لاءِ ان جي اها سزا تجويز ڪئي آهي. جڏهن انصاف قائم ڪرڻ جي لاءِ خدا اهو الهام ڪيو آهي تہ پوءِ قضاءِ خداوندي غيرمناسب جزا ۽ سزا ڪيئن ڏيئي سگهي ٿي؟ جڏهن دنيا جو

حاڪم مناسب جزا ۽ سزا ڏئي ٿو تہ احڪم الحاڪمين لامحالہ مناسب جزا ۽ سزا ڏيندو. جڏهن تو قرض ورتو آهي تہ تون ئي گروي رکندين. پنهنجو ڏوهہ ڪنهن ٻئي تي نہ رک ۽ ان جي بدلي جو منتظر رهہ. انسان جي بدعملي ان جي تڪليف جو سبب آهي ۽ بدعملي جو اهو خود ذميدار آهي، مقدّر ان جو ذميدار نہ آهي. محض تقدير تي نظر رکڻ انسان کي ٻاڏو بنائي ڇڏيندي آهي ۽ انسان نفس کي بُرائي جو عادي ۽ ڪاهل بنائي ڇڏيندو آهي. بُرائي جي تهُمت پاڻ تي رکڻ گهرجي، الله جي انصاف کي مُتّهم نہ بنائڻ گهرجي. خدا فرمايو آهي تہ "جيڪو هڪ ذرو عمل ڪندو ان جو نتيجو ان جي اڳيان ايندو. انسان کي نفس کان ڌوکو نہ کائڻ گهرجي. ان جي عمل جو ذرّو ذرّو علمِ الاهي آهي جهڙي طرح جسماني ذرّا ظاهري سيج ۾ چمڪندا آهن اهڙي طرح خيالات جا ذرات علمِ الاهي ۾ چمڪندا آهن. علمِ الاهي عالمِ غيب جي اسرارن مان آهي. ان ۾ عالمِ شهود ۾ غور فڪر نہ ڪرڻ گهرجي. تنهنجي اختيار کان جيڪي خيالات مخفي آهن اهي سڀ علمِ الاهي ۾ ظاهر آهن.

**دوکيباز شڪاري ۽ هوشيار پکيءَ جو قصو**

رفت مُرغے در میانِ مرغزار
بود آنجا دام از بہرِ شکار

ترجمو: "هڪڙو پکي باغ ۾ ويو، اُتي شڪار جي لاءِ ڄار لڳل هو."

زمين تي چند داڻا پيل هئا ۽ شڪاري پنهنجو پاڻ کي گاهہ ۾ ويڙهي لِڪو وينو هو. اُن شڪاري پنهنجو پاڻ کي لڪائڻ لاءِ بدن تي گاهہ ۽ مٽي تي گلن جي ٽوپي رکي هئي تہ جيئن پکي ائين نہ سمجهن تہ اهو شڪاري آهي. اڻ چاڻائي مان هڪڙو پکي ان ڏانهن آيو ۽ ڪائنس پڇيائين تہ تون ڪير آهين؟ هن جهنگ جي جانورن ۽ پکين پکڙڻ جي وچ ۾ تون ڪيئن وينو آهين. شڪاري چيو تہ آئون هڪ متقي ۽ زاهد آهيان، فقط گاهہ پني تي گذارو ڪريان ٿو. جيئن تہ موت هر وقت منهنجي اڳيان آهي انهي ڪري مون دنيا مان زُهد اختيار ڪيو آهي. پاڙيسري جي موت کان مون کي عبرت حاصل ٿي ويئي ۽ مون پنهنجو دڪان وغيره خيرات ڪري ڇڏيو آهي. مرڻ ڪانپوءِ مون کي قبر ۾ اڪيلو رهڻو آهي انهي ڪري مون دنيا وارن سان تعلقات ٽوڙي ڇڏيا آهن ۽ خدا سان لئون لڳائي آهي. موت جي وقت منهن تي ڪپڙو ڏنو ويندو آهي. بهتر هي آهي تہ آئون بڪواس نہ ڪريان. جيڪي ماڻهو زندگي ۾ زربفت جو لباس ۽ رنگارنگي ڪپڙا پائين ٿا اهي بہ موت ڪانپوءِ اڻ سبيل ڪفن پائيندا آهن. انسان مٽيءَ مان پيدا ٿيو آهي ۽ ان کي مري مٽي ۾ وڃڻو آهي، انهي ڪري مٽي سان تعلق رکڻ گهرجي. انسان جو اصل رشتو چئن عنصرن سان آهي پر انسان عارضي رشتيدارن سان دل وابستہ ڪندو آهي. انسان جي جسم جي پيدائش کان اڳ ان جو جسم چئن عنصرن جو ساٿي هو. انسان جو روح عالم نفوس ۽ عالمِ عقول جي شيءِ آهي پر اهو پنهنجي اصل کي وساري ڇڏيندو آهي. جڏهن روح پنهنجي اصل کي وساريندو آهي تڏهن ان کي عقل ۽ نفس چوندا آهن تہ تو اسانکي وساري ڇڏيو آهي ۽ عارضي يارن سان رشتو جوڙيو آهي، انسان جو مثال انهن ٻارن جهڙو آهي جيڪي سڄو ڏينهن راند ۾ لڳا پيا هوندا آهن ۽ رات جو اُنهن جا مائٽ اُنهن کي پڪڙي گهر وٺي ويندا آهن. اهوئي حال انسان جو آهي جو ان جي روح کي ضرور پنهنجي اصل وطن ڏانهن وڃڻو آهي. ٻار راند ۾ پنهنجا ڪپڙا لاهي رکي ڇڏيندو آهي ۽ راند ۾ ايتريقدر مست ٿي ويندو آهي جو چور ان جا ڪپڙا کڻي ڀڄندو آهي. جڏهن رات جو ٻار گهر موٽڻ چاهيندو آهي تہ ڪپڙن جي چوري جي شرمندگي کان گهر موٽڻ جي همٿ نہ ڪندو آهي، اهوئي حال انسان جو آهي جو دنيا جي شغل ۾ پنهنجو سڀ ڪجهہ وڃائي ويٺو آهي ۽ آخرت ڏانهن رخ ڪرڻ کان شرمائي ٿو. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اِعۡلَمُوۡۤا اَنَّمَا الۡحَيٰوةُ الدُّنۡيَا لَعِبٌ وَّلَهۡوٌ (الحديد:20) "ڄاڻو تہ دنيا راند روند آهي انهيءَ ڪري توهان جو حال ان ٻار جهڙو نہ هجڻ گهرجي جيڪو انهيءَ راند ۾

پنهنجو سڀ ڪجھ وڃائي ويهندو آهي." واپسي جي وقت کان پهريان پنهنجو جائزو وٺو. ان شڪاري، پکي کي چيو تہ مون جهنگ ۾ تنهائي اختيار ڪئي آهي. مون ماڻهن کي ڪپڙن جو چور سمجهيو آهي. انسان غفلت ۾ اهڙي طرح ڏينهن گذاري ڇڏيندو آهي جو اڌ عمر تہ مرغوبات جي تمنا ۾ گذري ويئي ۽ اڌ عمر دشمنن جي ڪاوڙ ۾ ويئي. مطلب تہ آخرت جي سفر لاءِ جيڪو سامان تيار ڪرڻو هو اهو سڀ برباد ٿي ويندو آهي. واپسيءَ جو وقت ويجهو آهي، راند کي ڇڏي هلڻ جي تياري ڪرڻ گهرجي. غلطين جي تلافي جي تدبير توبھ ۽ استغفار آهي. توبھ جي حفاظت ضروري آهي متان ڪٿي شيطان اُن کي ٽوڙائي نہ وجهي. اُن شيطان چور توهان جو سامان تہ چورائي ورتو آهي هاڻي اها توبھ جي سواري بہ چورائي نہ وٺي.

**ان شخص جو قصو جنهن جو چور پهريان دنبو ۽ پوءِ ڪپڙا بہ چورائي ويا!**

آں يکے قچ داشت از پس ميکشيد

دُزد قچ را بُرد و حبلش بُريد

ترجمو: "هڪ شخص وٽ دنبو هو، اهو اُن کي ڇڪيندو ويو (همراھ اڳ ۾ هو) دُنبي کي چور رسو وڍي ڪاهي ويو."

اهو شخص پنهنجو دُنبو رسي ۾ ٻڌيو ڪاهيو پئي ويو، چور پويان اچي رسو وڍي دُنبو چورائي ورتو. خبر پوڻ بعد اهو شخص اُن جي ڳولا ۾ پيو. تڏهن چور هڪ کوھ تي ويهي روئڻ لڳو ۽ دنبي جي ڌڻيءَ کي چيو تہ منهنجي پنج سؤ اشرفين جي ٿيلهي کوھ ۾ ڪري پيئي آهي، جيڪڏهن ڪو ان کي کوھ مان ڪڍي ڏي تہ آئون اُن کي انهن مان سؤ اشرفيون ڏيندس. اهو شخص لالچ ۾ اچي ويو ۽ ڪپڙا لاهي کوھ ۾ لهي ويو. چور اُن جا ڪپڙا بہ کڻي ڀڳو. چور دنبي واري کي چيو تہ جيڪڏهن تون منهنجي هميانِي ڪڍي ڏيندين تہ ان جو پنجون حصو توکي ڏيندس. دُنبي واري دل ۾ سوچيو تہ مون کي تہ ڏهن دُنبن جي قيمت جي برابر اشرفيون ملي رهيون آهن، جيڪڏهن دنبو ويو تہ ڪهڙي پرواھ آهي مون کي ان جي بدلي ۾ اُٺ ملي رهيو آهي. اهو سوچي دنبي واري پنهنجا ڪپڙا لاهي رکيا ۽ کوھ ۾ لهي ويو. چور اُن جا ڪپڙا کڻي ڀڳو. منزل طئي ڪرڻ لاءِ ڏاڍي پُختہ ڪاري جي ضرورت آهي. شيطان هر گهڙي ويس بدلائي ڌوکو ڏيندو آهي ان جي چالن کي خدا ئي سُڃاڻي سگهي ٿو. بس اُن کان ئي مدد وٺندا رهو.

**پکيءَ جو شڪاريءَ سان رهبانيت اختيار ڪرڻ جي باري ۾ مناظرو**

مُرغ گفتش خواجہ در خلوت مايست

دينِ احمدؐ را ترهب نيک نيست

ترجمو: "پکيءَ چيو تہ اي سائين! خِلوت ۾ نہ رھ، حضور ﷺ جي دين ۾ رهبانيت سُني نہ آهي."

حضور ﷺ جن رهبانيت کان منع ڪئي آهي، رهبانيت اسلامي طريقو نہ آهي، انهيءَ ڪري اهو بدعت آهي. اسلام جمعہ ۽ جماعت ۽ امربالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو حڪم ڏنو آهي. رهبانيت ان جي منافي آهي. شريعت جو حڪم آهي تہ ماڻهن جي بدخلقي تي صبر ڪريو ۽ ڪڪرن وانگر ماڻهن کي نفعو پهچايو. حديث شريف ۾ آهي تہ "بهترين انسان اهو آهي جيڪو ماڻهن کي نفعو پهچائي." پٿرن سان دوستي رکڻ پٿر جو ڪم آهي، انسان جو ڪم نہ آهي. عوام سان گڏجي زندگي گذارڻ سنت آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ اَلْجَمَاعَةُ رَحْمَةٌ وَالْفُرْقَةُ عَذَابٌ "جماعت رحمت آهي الڳ رهڻ عذاب آهي." اُن چالاڪ شڪاريءَ چيو تہ جماعت کي اڪيلائي تي مطلقاً فضيلت نہ آهي، ڪنهن وقت گوشہ تنهائي جماعت کان افضل هوندو آهي. جيڪڏهن ساٿي بُرا هجن تہ تنهائي افضل ٿيندي. بي عقل انسان عقلمندن وٽ پٿر ۽ پٿر آهي. بي عقل پٿر تہ ڇا بلڪ گڏھ آهي، اُن سان گڏ رهڻ ائين ئي بُرو آهي جيئن تون رهبانيت

جي بُرائي ڪري رهيو آهين. اُن بي عقل انسان کي چرڻ ۽ ڪائڻ جو فڪر آهي، اُن جي صحبت بي هنر بنائي ڇڏيندي. ان بي عقل جو مقصد جيئڻ ته غير حق آهي تنهن ڪري اهو بلڪل فنا ٿي ويندو، پر اهو فنا شُده آهي. جيڪا شيءِ ٿيڻ واري آهي سمجهو ته ٿي چُڪي. قرآن شريف ۾ آهي ته كُلُّ شَيْءٍ هَالِكٌ اِلَّا وَجْهَهٗ (القصص:88) "خدا کان سواءِ هر شيءِ فنا ٿيڻ واري آهي." ممڪنات بمنزلهٔ پاڇي جي آهن ۽ پاڇو مفيد نه آهي. ممُڪنات ۽ پاڇي کان لنگهي ڪري ذاتِ باري سان واسطو قائم ڪرڻ گهرجي. غير الله فاني آهي اُن جي صحبت بُري آهي. هن فاني يار پنهنجو مقصد فانيءَ کي بنايو آهي انهيءَ ڪري خود فاني آهي. جيڪو دنيا وارن جي صحبت اختيار ڪري اهو به راهب آهي، ڇاڪاڻ ته اهي دنيا وارا پٿر ۽ پتر آهن. بُرن ساٿين کان تعلق ٽوڙي الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪرڻ گهرجي. بخشش جي لاءِ سون جي کاڻ ۾ وڃ، جهنگ جا پتر ۽ پٿر ڪنهن راهب جي راهزني نٽا ڪن ۽ اهي بُرا ساٿي سوين مصيبتن جو سبب آهن. پکيءَ چيو ته انهن بُرن ساٿين سان گڏ رهڻ سان ئي نفس سان جهاد ڪرڻ مُمڪن ٿي سگهندو. جيڪڏهن دشمن نه هجي ته جهاد جي فضيلت ڪيئن حاصل ٿي سگهي ٿي. بهادر اُها راهه اختيار ڪندو آهي جنهن تي ڪيس دوستن جي مدد ۽ راهزنن سان جنگ جو موقعو ملي سگهي ۽ دُشمنن جي موجودگيءَ ۾ ان جي بهادريءَ جوش ڪائيندي آهي. حضورﷺ جن کي نبي السيّف "تلوار وارو نبي" به چيو ويندو آهي ته پاڻ سڳورنﷺ جي امت به بهادر ۽ مُجاهد آهي. اسلام ۾ ڪافرن سان جهاد نيڪي ۽ مصلحت آهي ۽ رهبانيت اختيار ڪرڻ ۽ غارن ۾ ويهي عبادت ڪرڻ حضرت عيسيٰؑ جو دين هو. هر مذهب ۾ وقت جي مناسبت سان احڪام ڏنا ويا آهن. شڪاريءَ چيو ته بيشڪ گوشه نشيني تي جهاد کي فضيلت آهي پر اُن شخص جي لاءِ جنهن ۾ جهاد جي طاقت هجي. شڪاريءَ چيو ته جهاد جي لاءِ طاقت ۽ مخلص ساٿي ضروري آهن. ڏاهپ انهيءَ ۾ آهي ته انسان انجام تي نظر رکي ڪم شروع ڪري. راهِ جهاد لاءِ دوست جي ضرورت آهي ۽ هن زماني ۾ مُخلص دوست ڪٿي آهن! پکيءَ چيو ته جيڪڏهن پنهنجي دل ۾ صداقت هجي ته دنيا ۾ دوستن جي ڪمي نه آهي. تون خود پين جو دوست بڻج، پوءِ ڏس ته ڪيتري قدر دوست ملن ٿا ۽ زندگي جي راهه ۾ يار جي بيحد ضرورت آهي. شيطان کي بگهڙ سمجهه ۽ بگهڙ هميشه اُن ٻڪريءَ تي حملو ڪندو آهي جيڪا ڌڻ کان ڌار هجي. جيڪو شخص سنت ۽ جماعت کي ڇڏي تنهائي اختيار ڪري ٿو اهو اُن ٻڪريءَ وانگر آهي جيڪا خوفناڪ درندن جي جهنگ ۾ ڌڻ کان جُدا هجي. رستو ۽ جماعت اُن جا ساٿي آهن، انهن کان سواءِ انسان مصيبت ۾ ڦاسي ويندو آهي پر سفر جو ساٿي ڳولي ڦولهي بنائڻ گهرجي ۽ اهو اهڙو شخص هجڻ گهرجي جيڪو خدا جو طلبگار هجي ۽ همدرد هجي. اهو ساٿي عقل جو دشمن نه هجي ۽ اهڙو نه هجي جو موقعو ملندي تنهنجو سامان ئي ڪٽي وڃي ۽ اهو توسان متان اِن لاءِ نه گڏيو هجي ته ڪِٿي وجهه وٺي توکي ڦُري وٺي. اُن ساٿيءَ جي مِٺين ڳالهين سان ڌوڪو نه کائج ۽ اهو ساٿي اهڙو بُزدل به نه هجي جو جيڪڏهن دين ۾ ڪجهه تڪليفون پيش اچن ته ديناري ڇڏڻ جو مشورو ڏئي. اهڙي ساٿيءَ کي دُشمن سمجهه، دوست نه ڄاڻ، ڇاڪاڻ ته اهو پين کي بُزدل بنائي ڇڏي ٿو. بُرو ساٿي نانگ وانگر آهي. بُزدل راهزن آهي، جيڪو ساٿيءَ کي بي راهه ڪري ڇڏي ٿو. جيڪو شخص اهڙي ساٿيءَ کان مغلوب هجي اهو مرد نه آهي مردانگي کان خالي بُزدل آهي. دين جي رستي کي الله تعاليٰ هن لاءِ پُر خطر بنايو آهي تان ته هلڻ وارن جي آزمائش ٿي سگهي. ان رستي جو ڏپ نيڪ ۽ بد کي اهڙي طرح جدا ڪري ڇڏي ٿو جيئن پروڻ اٽي ۽ ڇاڻ کي جدا ڪندو آهي. صحيح رستو اهو آهي جنهن تي پين سالڪن جي هلڻ جا نشان هُجن. دوست اهو ئي آهي جنهن جو عقل تنهنجو سهارو هجي. اڪيلو سفر ڪرڻ ۾ ٿي سگهي ٿو ته احتياط جي ڪري نقصان نه ٿئي پر نِشاط ۽ خوشي جماعت سان گڏ رهڻ ۾ آهي. اڪيلائي ۾ به جيڪڏهن بهتر ڪم ڪرين ٿو ته تون جماعت ۾ رهي ڪري ان کان وڌيڪ بهتر ڪم ڪري سگهندين. گڏهه جهڙو ڪثيف مزاج به پين گڏهن سان گڏ هجڻ جي ڪري تيز رفتار بڻجي ويندو آهي. جيڪڏهن اڪيلو هلي ٿو ته سُست رفتاريءَ جي ڪري اُن کي وڌيڪ مار ملندي آهي. انسان کي گڏهه

مان ئي عبرت حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ جماعت کي ترڪ نہ ڪرڻ گهرجي. اڪيلو مسافر غيرمطمئن رهندو آهي، ساٿين جي همراهيءَ ۾ آرام سان سفر ڪندو آهي. انبيائن بہ جماعت بنائڻ جي لاءِ معجزا ڏيکاريا ۽ تنهاروي اختيار ڪونہ ڪئي. جيڪڏهن ديوارن جي پاڻ ۾ ياري نہ هجي ۽ فقط هڪ ديوار هجي تہ ان مان گهر ڪونہ ٺهندو ۽ نہ ان ۾ ان جا انبار لڳندا. مس ۽ قلم جي گڏجڻ سان ڪتابت ٿئي ٿي ورنہ اڪيلي مس يا رڳو قلم ڇا ٿو ڪري سگهي. تڏو ڪجيءَ جي ڦڙهن سان ٺهي ٿو ورنہ هر پني کي هوا اُڏائي ڇڏي. الله تعاليٰ هر جنس کي جوڙو پيدا ڪيو آهي ۽ انهن جي اجتماع ۽ گڏجڻ سان نتيجا برآمد ٿين ٿا.

پکي ۽ شڪاريءَ جي وچ ۾ رهبانيت ۽ اجتماعي زندگي جي افضليت جو بحث رات گذرڻ تائين ٿيندو رهيو. پکي ۽ شڪاريءَ جي وچ ۾ ان مسئلي تي گهڻا سوال ۽ جواب ٿيا پر جيئن تہ اسان کي مثنوي ۾ ٻيا مضمون بہ بيان ڪرڻا آهن انهيءَ ڪري ان بحث کي مختصر ڪريون ٿا. چار ڀرداڻو ڏسي پکي بي قابو ٿي ويو ۽ شڪاريءَ کان پُڇڻ لڳو تہ اها ڪٽڪ ڪنهن جي آهي؟ شڪاريءَ چيو تہ لاوارث يتيم ٻارن جي آهي. جيئن تہ ماڻهو مونکي امانتدار سمجهن ٿا ان ڪري مون وٽ رکي وڃن ٿا. پکيءَ چيو تہ آئون بُک کان مران ٿو ۽ اهڙي حالت ۾ تہ مُردار بہ کائڻ جائز ٿي ويندو. ڇا مونکي اجازت آهي تہ آئون اها ڪٽڪ کاوان. شڪاريءَ چيو تہ تون خود پنهنجي باري ۾ فتويٰ ڏي تہ تون مجبور آهين يا نہ؟ جيڪڏهن مجبوري آهي تہ بہ حرام کان بچڻ بهتر آهي ـ جيڪڏهن تون مجبوريءَ مان کائيندين تہ پوءِ ضمان (ڏنڊ) ڏيڻو پوندو. مطلب تہ پکي داڻي کائڻ تي مجبور ٿي ويو. داڻو چُڳندي ئي پکي ڄار ۾ ڦاسي ويو ۽ پکيءَ سوره ياسين ۽ سوره انعام پڙهي جنهن جو پڙهڻ مصيبت ۾ مفيد هوندو آهي پر پکيءَ کي ڪوبہ فائدو ڪونہ ٿيو. جڏهن عذابِ الاهي ايندو آهي تڏهن توبهہ مفيد نہ ٿيندي آهي.

اِن کان اڳ جو داڻو تنهنجي لاءِ ڄار بنجي ۽ ڊپ جي ڪري تنهنجي لالچ ٺڏي ٿي وڃي، توبهہ آهہ و زاري عذاب ۽ موت جي چنبي، کان اڳ ۾ مفيد آهي. انسان جو نفس جڏهن گناهہ تي مجبور ڪري ٿو تڏهن خدا ڏانهن رجوع ڪرڻ مفيد آهي. بصره (شهر جو نالو) جي تباهي کان اڳ ۾ ان جي روڪٿام مفيد آهي. تباهي کانپوءِ تدبير بيڪار آهي. بصره ۽ موصل جي تباهي مان خود انسان جي تباهي مُراد آهي. مرڻ کانپوءِ روءُ نہ پر صبر ڪر. جڏهن شيطان گناهہ تي مجبور ڪري اُن وقت گناهہ کان بچڻ جي تدبير مفيد آهي. قافلي جي تباهي کان اڳ ان کي بچائڻ جي تدبير مفيد آهي.

## چوري ڪري سامان ڪڍي وڃڻ کانپوءِ چوڪيدار جي هاءِ گهوڙا ڪرڻ

هن قصي مان هي ٻڌائڻ مقصد آهي تہ جيڪو چوڪيدار قافلي لُٽجڻ کانپوءِ پنهنجو فريضو ادا ڪري تہ ان جو ڪو فائدو نہ آهي.

*پاسبانے بود در یک کارواں*
*حارسِ مال و قماشِ آں مہاں*

ترجمو: "هڪڙي قافلي ۾ وڏن واپارين جي سامان ۽ مال جو محافظ هڪڙو چوڪيدار هو."

چوڪيدار، رات جو سُمهي رهيو ۽ چور سامان ڪڍي ويو. چورايل سامان چور زمين ۾ پوري ڇڏيو. جڏهن سج اُڀريو، قافلي وارا سجاڳ ٿيا ڏٺائون تہ سامان سون چاندي اُٺ سڀ لُٽجي ويا آهن. قافلي لُٽجڻ کانپوءِ چوڪيدار هاءِ گهوڙا شروع ڪئي البتہ هو رات جو خاموش هو. ان ڪري ڄڻ تہ اهو خود چور ٿيو. چوڪيدار چيو تہ چور مُنهن ويڙهي آيو هو ۽ منهنجي موجودگي ۾ جلدي سامان ڪڍي ويو هليو. ماڻهن چيو اي واريءَ جا ڍڳا! تون ڇا ڪري رهيو هُئين؟ تون ڪهڙي قسم جو ذليل آهين؟ چوڪيدار چيو اِهي گهڻا ۽ هٿياربند هئا ۽ آئون اڪيلو هوس. قافلي وارن چيو جيڪڏهن انهن جو مقابلو نہ ڪري سگهئين تہ شور ڪرين ها. چوڪيدار چيو تہ انهن تلوار ڏيکاري مون کي ماٺ

ڪرائي ڇڏيو. ان وقت ته آئون نه ڳالهائي سگهيس هاڻي آئون فرياد ڪري رهيو آهيان. ان وقت آئون دانهن نه ڪري سگهيس هاڻي جيتري قدر توهان چاهيو گوڙ ۽ شور ڪريان. جهڙي طرح قافلي ڦرجڻ ڪانپوءِ ان چوڪيدار جو گوڙ ۽ شور بيڪار هو اهڙي طرح پوري عمر برباد ڪرڻ ڪان پوءِ اعوذ ۽ فاتحه پڙهڻ بيڪار آهي. بزرگ رومي فرمائي ٿو ته آخري عمر ۾ به غفلت ڪان توبهه بهتر آهي. آخر عمر ۾ آهه زاري ڪري وٽ ۽ دربارِ خداوندي ۾ عرض ڪر ته اي خدا تون قادر مطلق آهين، تنهنجي لاءِ وقت ۽ بي وقت ڪا شيءِ نه آهي. انسان جي اعتبار سان ڪنهن ڪم جو وقت گذري ويندو آهي ۽فوت ٿي ويندو آهي خدا جي لاءِ ڪا شيءِ فوت نه ٿيندي آهي. انهي ڪري قرآن پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي ته "جيڪو توهان ڪان فوت ٿي وڃي..." الله تعاليٰ هي ڪونه فرمايو ته مون ڪان جيڪي ڪجهه فوت ٿي وڃي.

**پکيءَ جو ڄار ۾ پنهنجي گرفتاريءَ کي زاهد جي فعل کي مڪر ۽ ڏوکي سان وابسته ڪرڻ ۽ زاهد جو پکيءَ کي جواب ڏيڻ**

*گفت آں مرغ ایں سزای آں بُود*
*کہ فسونِ زاہداں را بشنود*

ترجمو: "پکيءَ چيو ته هي ان جي سزا آهي جيڪو زاهدن جي مڪاريءَ کي ٻُڌي."

ڦاسڻ ڪانپوءِ پکيءَ چيو ته جيڪو زاهدن جي مڪر ۾ ڦاسي وڃي ان جي اها سزا آهي جيڪا مون کي ملي آهي. زاهد چيو ته پنهنجي سزا کي پنهنجي فعل سان وابسته ڪر، تو يتيمن جو مال کاڌو، هي اُن جي سزا آهي. پوءِ پکي ان سزا کي پنهنجي فعل جي سزا سمجهي ڪري ان دردناڪ طريقي تي روئڻ شروع ڪيو جنهن سان شڪاري ۾ ڄار ڏکي ويا. انسان جي دل ۾ متضاد خيال ايندا رهندا آهن. ڪڏهن گناهه ڏانهن لاڙو ايندو آهي ته ڪڏهن ان ڪان نفرت ٿيندي آهي. هاڻي ان پکي يعني گناهن ۾ مبتلا شخص هي دعا شروع ڪئي ته اي خدا! مهنجي مٿي تي ڪرم جو هٿ رک، تنهنجي ڪرم جي هٿ هيٺان منهنجي مٿي کي راحت آهي تنهنجي ڪرم جو هٿ مون کي نعمت بخشي ٿو ۽ شڪر جي توفيق ڏي ٿو. اي خدا! منهنجي مٿي تان پنهنجو پاڇو نه هٽاءِ. آئون بيقرار آهيان ۽ تنهنجي غم ۾ منهنجي ننڊ اُڏامي ويئي آهي. آئون جيتوڻيڪ نالائق آهيان پر هڪ نالائق تي ڪرم ڪرڻ سان تنهنجو ڪجهه نٿو بگڙي ۽ تو مون کي بنا ڪنهن حقداري جي پنهنجي ڪرم سان پيدا ڪيو آهي. پنهنجي مهرباني سان، تو ان تي اهڙا دروازا کوليا جو خارش جي مٽي کي ڪرم وارو ڪري ڇڏيو. حس جي نور جا ڏهه موتي ڪيسي ۾ وڌئي: پنج ظاهري ۽ پنج باطني. نطفو هڪ بي جان شيءِ آهي. پوءِ ان ۾ ڏهه ئي حواس تو پيدا ڪيا. جيڪڏهن توبهه ۾توفيق الاهي شامل نه هجي ته ان توبهه جي بقا مشڪل آهي ۽ پوءِ ان توبهه جو مذاق اڏايو ويندو آهي. تون توبهه جون مُڇون پٽي ڇڏين ٿو. توبهه هڪ پاڇو آهي ۽ تون چنڊ آهين. چنڊ جي اڳيان پاڇو ڪٿي باقي رهي ٿو. اي خدا، تنهنجي قضا ۽ قدر جي ڪري منهنجا حواس ۽ دل تباهه آهي. جيستائين تون منهنجي عملن کي منظم نه ڪ ين منهنجو ڪم ناقص رهندو. خدا جي توفيق ڪانسواءِ ڪم جو نظام درست هجڻ ته درڪنار زندگي ممڪن نه آهي. خدا جي خدائي ڪانسواءِ ٻانهي جو وجود ممڪن نه آهي. ڪنهن ٻلي جيڪڏهن ماڙيءَ تي شڪار پڪڙيو آهي ته اُتي چڪر لڳائيندي آهي. جنهن شخص کي جنهن ڏنڌي مان فائدو ٿي چڪو آهي اهو ان ڏانهن متوجهه هوندو آهي. جن کي عالم بالا ڪان روحاني غذا حاصل ٿيندي آهي انهن جو توجهه عالم بالا ڏانهن رهندو آهي. اصل ڪم انهن ماڻهن جو هوندو آهي. دنيادارن جو مثال انهن ٻارن جهڙو هوندو آهي جيڪي راند ۾ وقت وڃائي ڇڏيندا آهن. انهن دنيادارن مان جنهن ڪي به هوش اچي ٿو شيطان ان کي اهڙي طرح لوري ٻيو دفعو غافل بڻائي ڇڏيندو آهي، جهڙي طرح دائي ٻار کي لوري سمهاري ڇڏيندي آهي. وسوسي جي دائي شيطان ان کي سمهاريندي چوندي آهي ته آرام سان سمهي رهو ته آئون ڪنهن کي موقعو نه

ڏيندس جيڪو تنهنجي آرام ۾ خلل انداز ٿئي. انسان کي گهرجي ته غفلت جي ننڊ جي اسباب کي خود ختم ڪري ۽ اهڙي طرح سجاڳ رهي جهڙي طرح اجايل پاڻيءَ جو آواز ٻڌي ڪري سجاڳ رهندو آهي. بزرگؒ چوي ٿو ته جهڙي طرح پاڻي جو آواز جيڪو آسمان تان نازل ٿئي ٿو اُجايلن جي غفلت کي ختم ڪري ٿو. آئون به غافلن کي اهڙي طرح سجاڳ ڪري رهيو آهيان. سالڪ کي غفلت ڇڏي مشاهدي جي لاءِ مُضطرب هئڻ گهرجي ورنه اها طلب حقيقي نه ٿيندي ۽ اهو عاشق عشق جي دعويٰ ۾ ڪوڙو ٿيندو. آئون ديوانگي جي هنر تي عاشق آهيان. منهنجو عقلمنديءَ مان پيٽ ڀرجي چڪو آهي. تقدير جو راز حالت محو ۾ بيان نٿو ڪري سگهجي، عوام جي لاءِ نقصان ڪار آهي، سڪر ۾ چئي سگهجي ٿو. اهو راز هي آهي ته قضاءِ قدر ۽ اسان جو مثال هي آهي ته منڊو هرڻ هجي ۽ شينهن شِڪاري هجي ته اهو ڪتان ٿو بچي سگهي. اهو ئي حال اسان جو آهي جو گناهن جي ڪري قضاءِ قدر اسان جو رستو بند ڪري ڇڏيو آهي. منڊي هرڻ جي لاءِ هن ڪانسواءِ ڪو چارو نه آهي ته اهو پنهنجو پاڻ کي شينهن جي حوالي ڪري. جيئن ته اهو خود کائڻ پيئڻ ۽ سمهڻ کان بي نياز آهي اسان کي به اهڙو ئي بنائي ڇڏيو آهي. اللّٰه تعاليٰ انسان کي پنهنجي اخلاق وارو بنائڻ چاهي ٿو تان ته ان جو مشاهدو حاصل ٿي سگهي. جيئن ته روح لامڪان کان غذا حاصل ڪري چڪو آهي ان ڪري ان جون نظرون اوڏانهن لڳل آهن. ٻليءَ کي جڏهن ڪنهن سوراخ مان غذا ملندي آهي ته اها اُتي ئي انتظار ۾ ويٺي رهندي آهي.

### معشوق جي انتظار ۾ حجري ۾ ننڊ ڪندڙ عاشق

هن حڪايت ۾ هي ٻڌايو ويو آهي ته ان عاشق جو عشق حقيقي نه هو انهيءَ ڪري هو سمهي رهيو ورنه عشق ۽ ننڊ ويو آهي.

عاشقے بودست در ایامِ پیش

پاسبانِ عہد اندر عہدِ خویش

ترجمو: ”اڳئين زماني ۾ هڪڙو عاشق هو. واعدي جو پڪو هو.“

اهو عاشق پنهنجي زماني ۾ عشق جي واعدي جو پابند سمجهيو ويندو هو. اِهو عاشقن جو بادشاهه هو. سالن کان وٺي پنهنجي محبوب سان ملاقات جي فڪر ۾ هو. نيٺ: لوچين سي لهن. جيئن حديث شريف ۾ آهي ته ڪشادگي صبر سان ٿيندي آهي. هڪڙي ڏينهن معشوق کيس چيو ته اج رات حُجري ۾ اچج، مون تنهنجي لاءِ ڦريون رڌيون آهن. اڌ رات تائين فلاڻي حجري ۾ ويٺو رهجان، سڌ ڪرڻ ڪانسواءِ آئون اچي ويندس. وصل جي اميد تي عاشق قرباني ڪئي ۽ مانيون ورهايون. اهو گرم جوشيءَ سان رات جو ان حُجري ۾ ويهي رهيو. عاشق رات جي شروع ۾ معشوق جو انتظار ڪيو ۽ پوءِ سمهي رهيو. نشاني طور معشوق اچڻ ڪانپوءِ عاشق جي ٻانهوٽي کي ڦاڙي ڇڏيو. ٻارن کي اخروٽ ڏيئي وندرايو ويندو آهي. معشوق ان عاشق کي ٻار سمجهي ان جي کيسي ۾ اخروٽ وجهي واپس هليو ويو. جڏهن صبح جو عاشق سجاڳ ٿيو ۽ پنهنجي قميض جي ٻانهن ڦاٽل ۽ کيسي ۾ اخروٽ ڏٺا. تڏهن چيائين ته معشوق سچو آهي ۽ محرومي خود منهنجي ڪري ٿيآهي. بزرگ روميءؒ پنهنجو پاڻ کي خطاب ڪري چئي ٿو ته اسين ان خواب غفلت کان محفوظ آهيون ۽ چوڪيدار وانگر ماڙيءَ تي ويهي نغارو وڄايون ٿا ۽ اسان غفلت جي اسباب کي فنا ڪري ڇڏيو آهي. بزرگؒ چوي ٿو ته اسان ديوانن کي ملامت نه ڪر ان سان مٽي ۾ سور ٿئي ٿو. ملامت ڪرڻ وارا عام طور تي فراق کان ڊيڄاري، عشق ڇڏڻ لاءِ چوندا آهن. آئون هجر کي آزمائي چڪو آهيان. اهو هُجر ئي ته آهي جنهن ۾ منهنجي لاءِ لذت آهي. عشق جي رستي ۾ ديوانگي ۽ سوزش کان سواءِ هر شيءِ معشوق کان بي گانگي آهي. هاڻي آئون ديوانگي اختيار ڪري چڪو آهيان انهي ڪري زنجير جو حقدار آهيان پر آئون فقط معشوق جي زلف جي زنجير جو قيدي بڻجي سگهان ٿو. ان ڪانسواءِ سڀ زنجيرون ٽوڙي ڇڏيندس. عشق سان ذلت ۽

رسوائي گڏ ٿي سگهن ٿيون. عاشق آبرو کان بي پرواهه هوندو آهي. هاڻي منهنجو اهڙو وقت آهي جو مون کي جسماني صفتن کان عُريان ٿي ڪري سراسر جان بڻجڻ گهرجي. عشق ۾ شرم ۽ حياءُ وصل کان روڪيندڙ آهي. عشق جو عجيب جادو آهي جو اُن ننڊ کي اکين مان تڙي ڇڏيو آهي. عشق تڏهن خوش هوندو آهي جڏهن عاشق جو صبر ۽ قرار فنا ٿي وڃي. جيستائين آئون عشق جي باهه سان سڙي خاڪ نہ ٿي وڃان اهو محبوب خاموش نہ ٿيندو. منهنجي دل ئي ان جو خاندان ۽ مڪان آهي ۽ ان کي جيڪڏهن ڦوڪڻ گهرين ٿو تہ ڦوڪ ڏي، ان کي برو چوڻ وارو ڪير آهي. عاشق جي دل کي ساڙي ڇڏ، اها ان جي قابل آهي. دل جي سڙڻ سان جيڪا ان ۾ سوزش ٿيندي اها ئي منهنجو مقصد آهي. شمع سوزش سان ئي روشن رهندي آهي. جيڪڏهن انسان عشق کان خالي آهي تہ ڪيس عاشقن کي ڏسي ڪري عبرت حاصل ڪرڻ گهرجي. عاشقن کي ڏس تہ اهي مجنون بنيل آهن ۽ وصل لاءِ پرواني وانگر قربان ٿي رهيا آهن. انهن عاشقن جي ٻيڙيءَ کي ڏس تہ عشق جي درياءَ ۾ ڪهڙي طرح ٻڏي رهي آهي. جڻ تہ عشق هڪ ارڙ نانگ آهي جيڪو سيني کي ڳيهي رهيو آهي. عشق هڪ اهڙو ارڙ نانگ آهي جيڪو بظاهر نظر نٿو اچي پر دل کي ڳيهي ويندو آهي ۽ جبل جهڙي عقل کي مغلوب ڪري ڇڏيندو آهي. عقل جڏهن عشق کان باخبر ٿيندو آهي تڏهن پنهنجو سڀ ڪجهہ قربان ڪري ڇڏيندو آهي. سڀ ڪجهہ قربان ڪندي عقل چوندو آهي تہ هاڻي اهي شيون ان محبوب تي قربان آهن جيڪو بينظير آهي، انهيءَ ڪري انهن شين جي واپسي جي ڪڏهن خواهش نہ ٿيندي. مڪّار عاشق جي احوال کان ڇاڻي واڻي اکيون بند ڪندو آهي ۽ چوندو آهي تہ آئون انهن احوالن کي نٿو ڏسان، اهو محروم آهي. جيڪڏهن اهو عشق جي ميدان ۾ اچي وڃي تہ ان کي سڀ احوال نظر اچڻ لڳن. پوءِ جن احوالن جي باري ۾ اهو چوندو هو تہ آئون نٿو ڏسان انهن جي باري ۾ چوندو تہ آئون ڏسان ٿو. عقل جي مستيءَ کان لنگهي عشق جي مستي تقسيم ڪرڻ وارو بنجي وڃ، عقلِ جا مست تہ گهٽا آهن جيڪي قِرندا گُهمن ٿا. الله جي مستن مان جيڪڏهن هڪ جهان بہ پرجي وڃن تہ اهو انهن جي ذِلت جو سبب ڪونہ بڻبو، ڇاڪاڻ تہ اهي سڀ ملي ڪري هڪ آهن. ان کان سواءِ خالي ڪثرت ذلت جو سبب نہ آهي. ذليل تہ تن پرست ۽جهنمي هوندو آهي. چنڊ جي روشنيءَ سان جيڪڏهن سڄو جهان پرجي وڃي تہ اُن ۾ ڪا کوٽ نہ ايندي. اهڙي طرح سج جي روشنيءَ سان هي سڄو جهان پرجي وڃي تہ سج جي روشني بي قدر نہ آهي. مستي ۽ سڪر جي انهن فضيلتن جي باوجود سالڪ کي اُن کان اعليٰ مقام محو حاصل ڪرڻ گهرجي. مستي ۽ سُڪر بہ جيتوڻيڪ قيمتي شيءِ آهي پر سلوڪ جي ميدان ۾ ان کان بہ بهتر مقام آهي ۽ اهو "محو" آهي. سڪر جو مقام ابرارن جو آهي ۽ محو جو مقام مقربين جو آهي. ادنيٰ درجي جو مقرب اعليٰ درجي جي ابرار کان افضل آهي. حضرت اسرافيل عليه السلام قيامت ۾ الله تعاليٰ جي حڪم سان صور ڦوڪيندو تہ مرده زنده ٿي ويندا. جيڪو سالڪ مقام "محو" ۾ هوندو آهي اهو بہ الله تعاليٰ کان فيض حاصل ڪندو آهي ۽ ٻين کي فيض پهچائيندو آهي. سُڪر جي حالت حيرت جي حالت هوندي آهي. ان ۾ اهو بي اصل ڳالهيون ڪندو آهي ۽هر معاملي ۾ لاعلمي جو اظهار ڪندو. سڪر جي حالت ۾ جيڪو لاعلمي جو اظهار ڪندو آهي ان مان مقصد اُن ذات ڏانهن اشارو آهي جنهن کي اهو ڇاڻي ٿو. انڪار ڪنهن شيءِ جي اقرار جي تمهيد هوندو آهي، انهي ڪري تمهيد کي ڇڏي مقصد تي اچو. "لااِلٰہ" ۾ نفي آهي "الاالله" جي اثبات لاءِ تہ "الاالله" تي پهچڻ گهرجي. "نيست" کي ڇڏي "هست" جي جستجو ڪرڻ گهرجي. جهڙي طرح مست تُرڪ ۽ گويي جي قصي ۾ ذڪر ڪيل آهي.

**هڪ مخمور تُرڪ امير جو گويي کان شراب گهرڻ ۽ ان حوالي سان هڪ حديث ۽ آيت جو تفسير**

*مے درخم اسرار ازاں می جوشد*
*تاہر کہ مجرد ست ازاں می نوشد*

ترجمو: ”راز جي مٽ ۾ شراب هن لاءِ جوش ڪري ٿو تان ته جيڪو مجرّد آهي اهو اُن کي پيئي.“

اعجمی تُرکی سحر آگاه شد
وز خُمارِ خمر مُطرب خواه شُد

ترجمو: ”هڪ عجمي تُرڪ صبح جو سجاڳ ٿيو ۽ شراب جي خمار جي ڪري گويي جو خواهش مند ٿيو.“

هڪ تُرڪ سردار جڏهن صبح جو سجاڳ ٿيو ته اُن تي خمار جي ڪيفيت طاري هئي. هُن گويي کي گهرايو. شيخ جي توجهه وڏيڪ سُڪر جو سبب بنبي آهي. مطلب ته سڪر جي ڪيفيت شيخ ڏانهن متوجهه ڪندي آهي ۽ شراب قوال ڏانهن ڇڪيندو آهي. هتي بزرگ روميؒ گويي ۽ شيخ ٻنهي لاءِ مطرب جو لفظ استعمال ڪيو آهي. جيئن هن ڪان اڳ ۾ قصي ۾ گذري چڪو آهي ته هڪ بادشاهه جا ٻه وزير حسَن نالي وارا هئا پر انهن ٻنهين ۾ وڏو فرق هو. انهن ٻنهين ۾ محض لفظي مشابهت آهي پر آسمان ۽ ريسمان وانگر ٻنهين ۾ وڏو فرق آهي. لفظي اشتراڪ ماڻهن جي گمراهي جو سبب بنبو آهي. مومن ۽ ڪافر ۾ به جسم هڪ جهڙو آهي. خالي جسم کي نه ڏسڻ گهرجي پر اُن جي اندروني حالت پيش نظر رکڻ گهرجي. مومن جو جسم ايمان سان لبريز آهي جيڪو آب حيات آهي ۽ ڪافر جو جسم ڪُفر سان ڀريل آهي جيڪو زهر آهي. هاڻي جيڪڏهن ٻنهين جي باطن تي نظر رکندا ته توهان بادشاهه آهيو، ورنه گمراهه ٿي ويندا. لفظن کي بمنزله جسم ۽ معنائن کي بمنزله روح جي سمجهو. جسماني اک جسم کي ڏسي ٿي، روحاني اک روح کي ڏسندي آهي. مثنوي جو به اهو ئي حال آهي ته جيڪو شخص اُن جي حڪايتن جي خالي لفظن کي ڏسندو اهو اُن کان بد عقيده ٿي ويندو ۽ جيڪو حڪايتن جي معنائن ۽ مقصدن تي غور ڪندو اهو ان مان مستفيد ٿيندو. قرآن جي باري ۾ به اهو فرمايو ويو آهي ته ڪن کي هدايت ٿيندي آهي ۽ ڪي گمراهه ٿيندا آهن. جڏهن ڪو عارف شراب جو لفظ ڳالهائيندو آهي ته ان مان اهو حقير ۽ ظاهري شراب مراد ڪونه هوندو آهي پر معرفت جو شراب مراد هوندي آهي. جيڪو شخص خالي دنياوي شراب کي ڄاڻي ٿو اهو شراب جي لفظ مان شراب محبت ڪيئن ٿو سمجهي سگهي؟ شراب ۽ ڳائڻ هئي ان باري ۾ برابر آهن جو انهن مان هر هڪ هئي تائين پهچائي ٿو. مخمور گويي مان غذا حاصل ڪندو آهي، گويو اُن کي شراب خاني تائين وٺي ويندو آهي. ميدانِ عشق جي ابتدا ڳائڻ آهي ۽ ان جي انتها شراب آهي. دل گويي جي ڪنٽرول ۾ هوندي آهي. انسان جي دماغ ۾ جيڪو خيال هوندو آهي اهو لفظن کي اُن ڏانهن وٺي ويندو آهي. جيڪڏهن دماغ ۾ ٿوري به صحيح ڳالهه هوندي آهي ته اهو انهن لفظن ڪانپوءِ غلطيءَ سان بدلجي ويندو آهي. جيڪڏهن مٿي ۾ صفرا آهي ۽ سودا جي غلبي سان سودا ٻنجي ويئي آهي ته سودا ۽ صفرا هئي بيهوشيءَ جو سبب ٻنجي وينديون ۽ پوءِ سبب ۽ مسبب هئي هڪ تاثير ڪندا. جڏهن اُن تُرڪ ڳائڻ جي خوشي ۽ خمار جي تڪليف محسوس ڪئي تڏهن ان گوين کي سجاڳ ڪيو ۽ گوين شعر ڳائڻ شروع ڪيا: آئون تو کي نٿو ڏسان مون کي پيالو عطا ڪر. انسان قُرب جي باوجود پنهنجي ڇهري کي خود نٿو ڏسي. انتهائي قُرب اشتباهه جو سبب ٿيندو آهي. انسان جو عقل انسان کي ڪيترو ويجهو آهي پر اهو ان کي به نٿو ڏسي. آئون توکي ”يا“ جي لفظ سان هن لاءِ سڏيان ٿو ته رقيب اهو نه سمجهي سگهن ته تون مون کي قريب آهين.

**هڪ نابينا جو حضور جن جي گهر ۾ اچڻ ۽ بيبي عائشهؓ جو ان کان پردو ڪرڻ**

اندر آمد پیشِ پیغمبرؐ ضریر
کاے نُوا بخشِ تنورِ ہر خمیر

ترجمو: ”پيغمبر ﷺ جي اڳيان هڪ نابين آيو (۽ چوڻ لڳو) اي تنور جي هر قسم جي خمير مان توشو بخشڻ وارا!“

جڏهن اهو نابين دروازي مان آيو ته جلد پردي ڪرڻ جي لاءِ بي بي عائشه اُٿي رواني ٿي، ڇاڪاڻ ته اها پاڪ بي بي غيور رسولﷺ جي غيرت کان واقف هئي. جيڪو شخص زياده حسين هوندو آهي اُن ۾ رشڪ جو مادو زياده هوندو آهي. ڇاڪاڻ ته رشڪ ۽ سڌ ناز جي پيداوار آهي ۽ ناز وڌيڪ حسين ۾ وڌيڪ هوندو آهي. جڏهن عورت پوڙهي ٿي وڃي ته اُن ۾ نه ناز رهندو آهي نه رشڪ. اها خود مڙس کي پاڻهي مهيا ڪندي آهي تان ته ان سان هم صحبت ٿي سگهي. جڏهن ته حضور حسن ۾ سيني کان وڌيڪ هئا ۽ خداوندي نور سندن مددگار هو ته پاڻ سڳورنﷺ کي ناز به هو ۽ رشڪ به. حضورﷺ کي پنهنجي حسن ۽ جمال جي بنياد تي هي چوڻ جو حق آهي ته مون پنهنجي حسن جي دعويٰ جو بال زحل تي اُچلائي ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن حسين کي حسن جي نمائش جو حق نه آهي. هاڻي جيتري قدر حسين آهن اهي سڀ پنهنجي حسن کي منهنجي حسن ۾ گم ڪن، ورنه رُسوا ۽ خوار ٿي ويندا. آئون ڪڏهن بظاهر روپوش ٿي ويندو آهيان تان ته ٻيا حسين پنهنجي حسن جو مظاهرو ڪري سگهن. سج جيتوڻيڪ دنيا مان غائب نٿو ٿئي البت ڪن پاسن کان اُن جي روپوشي ٿي ويندي آهي تان ته چمڙا به ڪجھ اُڏامي سگهن. نشي جا چار درجا آهن: سرخوش، تردماغ، شير مست ۽ خراب. مشهور آهي ته مور پرن کي ڏسي خوش ٿيندو آهي ۽ نچندو آهي ۽ پير جيئن ته سندس باقي حسن جي پيٽ ۾ اڏنگا هوندا آهن، سو انهن کي ڏسي رنجيده ٿيندو آهي. انسان کي به گهرجي ته جڏهن ان ۾ تڪبّر جي ڪيفيت پيدا ٿئي ته پنهنجي براين تي نظر ڪري. جهڙي طرح اياز پنهنجي تڪبر جو علاج پنهنجو چمپل محفوظ رکي ڪيو هو. تيئن سج وري صبح جو اُڀرندو آهي تان ته تارا تڪبّر جي ڪري دوزخي نه بڻجن.

**حضورﷺ جن جو حضرت عائشهؓ کان سوال ته توکي انڌي کان لِڪڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟**

گفت پیغمبرؐ برائے امتحاں
اُونمی بیند تُرا کم شو نہاں

ترجمو: ”امتحان لاءِ پيغمبرﷺ فرمايو ته اهو توکي نٿو ڏسي. تون نه لڪ!“

حضرت عائشهؓ هٿ سان اشارو ڪيو تان ته غير مرد سندس آواز نه ٻُڌي. حضرت عائشه عرض ڪيو اهو ته ڪونه تو ڏسي پر آئون ته هن کي ڏسان ٿي ۽ غير مرد تي منهنجي نگاهه پوڻ توهان جي غيرت جي منافي آهي. عقل کي روح جي حسن تي غيرت آهي ڇاڪاڻ ته اِهو روح جي حقيقت کي ظاهر نٿو ڪري. خالي تشبيهن سان اُن کي سمجهائيندو آهي. عقل کي خطاب آهي ته تون اهڙين شين کي ڇو لِڪائيندو آهين جنهن جو نور خود اُن لاءِ حجاب آهي. سج پردي ڪانسواءِ ڦري ٿو. نور جي زيادتي جي ڪري ڪو ان کي نظر ڪري ڏسي نٿو سگهي. جنهن جي جهان گردي مشهور آهي تون ان کي ڇو لڪائين ٿي. ڪو ڏسي سگهي يا نه ڏسي. رشڪ جي تقاضا هيءَ هوندي آهي ته عاشق محبوب کي خود پنهنجو پاڻ کان لِڪائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. جيئن ته مون ۾ رشڪ جي باهه ڀڙڪيل آهي ته منهنجي باهه خود پنهنجين اکين ۽ پنهنجي ڪنن سان جنگ آهي ته اهي محبوب کي ڇو ڏسن ٿيون ۽ محبوب جي ڳالهه ڇو ٻڌن ٿيون ۽ اي عقل، جيڪڏهن تو ۾ اهڙي ئي سڌ آهي ته پوءِ ان جي ڳالهه نه ڪر. عقل جو جواب آهي ته جيڪڏهن آئون بلڪل خاموشي اختيار ڪريان ته اها خاموشي پردو چاڪ ڪري ڇڏيندي. جيڪڏهن ڪنهن معاملي ۾ بلڪل خاموشي اختيار ڪئي وڃي ته ماڻهو ان جي معلوم ڪرڻ لاءِ وڌيڪ ڪوشش ڪندا. مشهور چوڻي آهي ته اَلۡمَرۡءُ حَرِيۡصٌ فِيۡمَا مُنِعَ ”جنهن ڳالهه کان انسان کي روڪيو وڃي ان متعلق وڌيڪ حريص بڻجي ويندو آهي.“ سمنڊ ۾ جڏهن جوش ايندو آهي تڏهن گجي ظاهر ٿيندي آهي ۽ اهو جوش ان جي سُڃاڻپ جو ذريعو بڻجي ويندو آهي، پر اها گجي ان کي لڪائي ڇڏيندي آهي. محبوب جي ٿوري تعريف ڪرڻ جڻ ان کي لِڪائڻ آهي. جيڪڏهن ماڻهن کي مصروف نه

رکجي ته ان جي پويان لڳي پوندا آهن. بلبل گُل تي جيڪو نعرو لڳائيندي آهي ان جو مقصد هوندو آهي. تماشائي ان جي نعري ٻڌڻ ۾ مصروف ٿي وڃن ۽ گل کي ڏسن. سچ جي جيتري قدر وضاحت ڪئي وڃي اهو ايتريقدر مخفي ٿيندو ويندو.

**هڪ قوال جو سردار جي وڏي تعريف ڪرڻ ۽ سردار جي ڪيس منع ڪرڻ**

ان قوال جو قصو جنهن تُرڪ سردار جي محفل ۾ هي غزل شروع ڪيو ته "تون گل آهين يا سوسن يا سرو يا چنڊ آهين آئون نٿو ڄاڻان." ان تي تُرڪ امير جو دانهن ڪري چوڻ ته اهو چئو جيڪو تون ڄاڻين ٿو

هن حڪايت جو مقصد هي آهي ته جنهن شيءِ جي حقيقت بيان نه ڪئي وڃي ان جي سلبي صفتن جو ذڪر ڪبو آهي. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ جي سلبي صفتن جو ذڪر ڪيو ويندو آهي.

*مُطرب آغا زيد پيشِ تُرک مست*
*دَرحجابِ نغمه اسرارِ اَلَسْت*

ترجمو: "قوال، مست ترڪ جي اڳيان نغمي جي پردي ۾ الست جا راز شروع ڪيا."

آئون نٿو ڄاڻان ته تون چنڊ آهين يا بُت، آئون نٿو ڄاڻان ته مون کان ڇا ٿو گهرين؟ آئون نٿو ڄاڻان ته تنهنجي کهڙي خدمت ڪيان. آئون خاموش ٿيان يا تنهنجو بيان ڪريان، تون هر وقت مون سان گڏ آهين، پوءِ به مون کي اهو معلوم نه آهي ته آئون ڪٿي آهيان ۽ تون ڪٿي آهين! مون کي هي معلوم نه آهي ته تون ڪڏهن مون سان پيار ڪندو آهين ۽ ڪڏهن قتل ڇو ڪندو آهين؟ گويي جو "آئون نٿو ڄاڻان"، "آئون نٿو ڄاڻان" وارو تڪرار جڏهن حد کان وڌي ويو تڏهن مست ترڪ کي ڪاوڙ آئي. هو ڪاوڙ مان هٿ ۾ گرز کڻي قوال ڏانهن ڊوڙيو. هڪ سپاهي ڊوڙي ترڪ کي روڪيو ۽ چيائين ته قوال کي مارڻ مناسب نه آهي. ترڪ ڪاوڙ ۾ جواب ڏنو ته هن جي "آئون نٿو ڄاڻان" مون کي تڪليف پهچائي آهي، آئون به ان قوال جو مٿو ڦاڙيندس. پوءِ ڪاوڙ ۾ قوال کي چوڻ لڳو: اي ديوث! جيڪڏهن تون نٿو ڄاڻين ته ڏوڙ اٿئي ڪجھ ڄاڻين ٿو ته اهو ڳائي پنهنجو انعام وٺ! جيڪو تون ڄاڻين ٿو اهو ڳاءِ ۽ "آئون نٿو ڄاڻان" جي جان ڇڏ، تنهنجي حالت ته اها آهي جو آئون پڇان ته تون ڪٿي جو رهاڪو آهين؟ تون چوڻ شروع ڪرين ٿو ته آئون نه بلخ جو آهيان نه هرات جو نه روم وغيره جو.... بس نه نه ڪندو ٿو رهين. تنهنجو ڪم آهي ته تون سڌي طريقي سان هي ٻڌاءِ ته آئون فلاڻي علائقي جو رهاڪو آهيان. جيڪڏهن آئون هي پڇان ته تو ڇا کاڌو آهي ته تون چوڻ شروع ڪرين ٿو ته هي به ڪونه کاڌو آهي هو به ڪونه کاڌو آهي. اها ڏکي بڪواس ڇا جي لاءِ؟ تو جيڪي ڪجھ کاڌو آهي صاف ٻڌائي ڇڏ. قوال جواب ڏنو ته جڏهن مقصد تصور کان مٿي هجي ته ان جي اثبات جو پهلو پيش نٿو ڪري سگهجي، لامحاله اُن جي نفي جو سلسلو شروع ڪيو ويندو آهي، جيڪو ڏکو هوندو آهي ۽ ان طريقي سان اهو مقصد سمجھ ۾ ايندو آهي. آءٌ به ايئن ڪندو آهيان تان ته جڏهن سيني جي نفي ٿي وڃي ته مقصد سمجھ ۾ اچي وڃي. انهي ڪري سڪر جو مرتبو محو جي مرتبي لاءِ ڇاڙهي سمجهيو ويندو آهي. ان مضمون کي حديث ۽ حڪيم ثنائي جي شعر سان بزرگ روميؒ سمجهائي ٿو.

**حضور ﷺ جن جي قول "مرڻ کان اڳ مرو" ۽ حڪيم ثنائيءَ جي شعر جو تفسير**

*جاں بے کندی و اندر پردهٔ*
*زانکه مُردن اصل بُد ناوردهٔ*

ترجمو: "تو گهٽي جان ڪپت ڪئي پر تون پردي ۾ آهين، ڇاڪاڻ ته مرڻ اصل هو پر اهو تو حاصل نه ڪيو."

مُجاهدن ڪرڻ ڪانپوءِ جيستائين فنا جو درجو حاصل نہ ٿيندو، مشاهدو نہ ٿيندو. مشاهدي جي چاڙهي فنا آهي. جيڪڏهن ان ۾ ڪمي آهي تہ تون مشاهدي تائين نہ پهچي سگهندين. جيڪڏهن چاڙهي سو ڏاڪڻين واري آهي ۽ ہہ ڏاڪا بہ باقي آهن تہ ڇت تي پهچڻ ممڪن نہ آهي. ان ڪي پتو نہ پوندو تہ ڇت تي ڇا آهي؟ جيڪڏهن کوهہ ۾ سو گز جو رسو وجي ٿو ۽ ان مان هڪ گز ڪٽي ٿو تہ ڏول ۾ پاڻي نہ ايندو. ٻيڙي ان وقت تائين نہ ٻڏندي جيستائين ان ۾ اهو آخري وزن نہ رکيو وڃي جيڪو ٻوڙڻ جي لاءِ ضروري آهي. اهو آخري وزن بمنزلہ ان تاري جي آهي جيڪو رات جو چمڪي رهنمائي ڪري ٿو ۽ اهو ئي ان گمراهيءَ جي ٻيڙي کي غرق ڪندو. هستي فنا ڪانپوءِ آسمان جو سج ٻڃي ويندي آهي. جيڪڏهن تو فنا جو درجو حاصل نہ ڪيو تہ مجاهدن جو زمانو ڏکھو ٿي ويندو. صبح جي وقت شمع کي قربان ٿيڻ گهرجي. سج جڏهن نڪرندو آهي تہ ستارا لهي ويندا آهن. مشاهدو تڏهن ئي حاصل ٿيندو جڏهن غير الله سان تعلق بلڪل ختم ٿي وڃي. مجاهدي جي گُرز سان پنهنجي خودي کي فنا ڪري ڇڏ. جيستائين تو ۾ جسماني وصفون آهن تيستائين اسرارن کان آگاهي ممڪن نہ آهي. اهو قوال جو ترڪ امير کي خطاب آهي. جنهن عيب جي بنا تي تون مون کي گُرز هڻي رهيو آهين اهو خود تو اندر آهي، سو ڇڻ تون گرز مون کي نہ پاڻ کي هڻي رهيو آهين ۽ منهنجي اها خودي جنهن جي ڪري مون اهو سمجهيو تہ تون مون کي اهو گرز هڻي رهيو آهين تنهنجي خودي جو عڪس آهي. تو مون ۾ پنهنجي صورت ڏٺي آهي ۽ مون کي قتل ڪرڻ اصل ۾ تنهنجو پاڻ کي قتل ڪرڻ آهي. تنهنجو ۽ منهنجو مثال ان شينهن جهڙو آهي جنهن خود پنهنجو عڪس پاڻيءَ ۾ ڏٺو ۽ ان تي حملو ڪيو. جيئن اڳ ۾ هڪ قِصي ۾ گذري چڪو آهي تہ ڪنهن شيءِ جي ضد جي نفي سان ان جو اثبات ٿيندو آهي ۽ سلبي صفتن سان ذات جو ڪجھ تعارف ٿيندو آهي. دنيا ۾ ذاتِ حق جي معرفت غير الله جي نفيءَ سان ئي ٿي سگهي ٿي. انسان دنياوي واسطن جي چار ۾ ڦاٿل آهي. جيڪڏهن انسان بي حجاب مشاهدو چاهي ٿو تہ فنا اختيار ڪري ۽ پردو چاڪ ڪري. هن موت مان اهو موت مراد نہ آهي جنهن ڪانپوءِ انسان قبر ۾ دفن ڪيو ويندو آهي پر جسماني وصفن جي تبديلي مراد آهي. جڏهن انسان بالغ ٿيندو آهي تہ ان جو ننڍپڻ فنا ٿي ويندو. جيڪڏهن ڪنهن ڪاري شيءِ کي ڳاڙهو ڪريو تہ ان جي ڪاراڻ مري ويندي آهي. مِٽي جڏهن سون ٻڃي ويندي آهي تہ ان جو مِٽي هجڻ مري ويندو آهي. غم جڏهن خوشيءَ ۾ بدلجي ويندو آهي تہ غم مري ويندو آهي. حضور ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ جيڪڏهن ڪو ڪنهن مُردي کي ڏسڻ چاهي تہ اهو ابوبڪر کي ڏسي يعني جيڪڏهن ڪو اهڙي مُردي کي ڏسڻ چاهي جيڪو زندن وانگر زمين تي هلندو ڦرندو هجي ۽ اهو مئل هجي ۽ ان جي روح جو عالمِ بالا مُنتقل ٿيڻ ضروري نہ هجي تہ ابوبڪر کي ڏسي. ظاهري موت ڪانپوءِ روح جي منتقل ٿيڻ کي عقلاً نٽو سمجهي سگهجي. ان کي اهوئي سمجهي سگهي ٿو جنهن مقام فنا حاصل ڪيو هجي. ان روح جو عالمِ بالا ڏانهن منتقل ٿيڻ اهڙي طرح آهي جهڙي طرح زنده هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ڏانهن منتقل ٿيندو آهي. ”جيڪو هلندي ڦرندي مردي کي ڏسڻ چاهي اهو حضرت ابوبڪرؓ کي ڏسي.“ اهو قول حديث جي نالي سان مشهور آهي پر اُن جو حديث هجڻ ثابت نہ آهي. اهو هيئن آهي مَنْ اَرَادَ اَنْ يَّنْظُرَ اِلٰى مَيِّتٍ يَمْشِىْ عَلٰى وَجْهِ الْاَرْضِ فَلْيَنْظُرْ اِلَى ابْنِ اَبِىْ قُحَافَةَ ”جيڪو شخص اهڙي مُردي کي ڏسڻ چاهي جيڪو زمين تي هلندو ڦرندو هجي تہ هو ابو قحافہ جي پُٽ کي ڏسي.“ مرڻ ڪانپوءِ جيئرو ٿيڻو آهي تہ ابوبڪرؓ کي ڏسي انجو يقين ٿي ويندو. اُن کي فنا ڪانپوءِ بقا حاصل ٿي ويئي آهي. اهڙي طرح حضور ﷺ جي صحبت ۽ دربار ۾ فنا ڪانپوءِ بقا حاصل ٿيندي آهي. حضور ﷺ کي خود فنا ڪانپوءِ بقا حاصل هئي. ڇاڪاڻ تہ حضور ﷺ جڻ قيامت جو نمونو هئا. قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي تہ ”اهي ماڻهو توهان کان قيامت جي باري ۾ پُڇن ٿا تہ اها ڪڏهن ٿيندي؟“(الاعراف:187) پاڻ سڳورا ﷺ زبانِ حال سان جواب ڏيندا هئا تہ قيامت کي قيامت سان ڪير دريافت ڪري ٿو. مُوْتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُوْا. اها حديث ثابت نہ آهي. ملا علي قاريؒ فرمايو آهي تہ اهو صوفين جو قول آهي ۽ ان جو مطلب هي آهي تہ مرڻ کان اڳ ۾ فنا جو

درجو حاصل ڪريو.

حضورﷺ فرمايو ته آئون طبعي موت کان اڳ ۾ مري چُڪو آهيان، ڇاڪاڻ ته هُن جهان مان اهي ڳالهيون آئي ٻڌايان ٿو. حضورﷺ سوال ڪرڻ واري کان پُڇيو ته تون خود قيامت بنجي وڃ، تڏهن تُون کي قيامت جو مشاهدو ٿيندو. هر شيءِ جي لاءِ مشاهدي جو اهو ئي شرط آهي ته ان شيءِ ۾ ايتري قدر انهماڪ (مشغولي) ٿي وڃي جو اهو مشاهدو خود اها شيءِ بنجي وڃي. جيستائين انسان روشنيءَ جا آثار پنهنجو پاڻ تي طاري نه ڪندو، روشنيءَ کي ڏسي ڪونه سگهندو. اهڙي طرح عقل ۽ عشق جا آثار طاري ڪرڻ سان عقل ۽ عشق کي ڄاڻي سگهندو. هي اعتراض ٿي سگهي ٿو ته ان قاعدي مطابق ته جيستائين انسان خدا نه بنجي وڃي تيستائين ذاتِ حق جو مشاهدو نٿو ٿي سگهي ۽ اهو ممڪن نه آهي. مولانا روميؒ ان کي هن طرح سمجهائي ٿو ته بيشڪ مشاهدي جي لاءِ خدا سان اتحاد في الصفات ضروري آهي ۽ جيستائين انسان تَخَلَّقُوْا بِاَخْلَاقِ اللّٰهِ جو مصداق نه بنجي وڃي تيستائين مشاهدو نٿو ٿي سگهي پر ان اتحاد جو سمجهڻ عام عقلن کان بالاتر آهي. بزرگ روميؒ چوي ٿو ته اسان وٽ ان قسم جا گهڻا دليل آهن پر انهن جي سمجهڻ وارا گهٽ آهن. بس، ايئن سمجهو ته دنيا جا سڀ انسان موت جي سڪرات ۾ مبتلا آهن ۽ انهن جون ڳالهيون ڇڻ مرڻ جي وقت جون ڳالهيون آهن. صوفين جي اصطلاح ۾ مُراقبو موت سڏبو آهي. ان جو فائدو هي آهي ته انسان جي دل ۾ هڪ غيرت ۽ رحمت پيدا ٿيندي آهي ۽ بُغض ۽ ڪيني جو مادو ختم ٿيندو آهي. رشتيدارن جي باري ۾ سڪرات واري ڪيفيت جو تصور ڪندؤ ته توهانجي دل ۾ سوز و گداز پيدا ٿيندو. جيڪو موت اچڻ وارو آهي سمجهو ته اهو اچي ويو. جيڪڏهن نفساني اغراض ان مراقبي کان مانع ٿين ته انهن کي دل مان ڪڍو. جيڪڏهن توهان انهن اغراضن کي دل مان نه ڪڍي سگهو ته پوءِ پنهنجي عجز تي قائم نه رهو. اهو توهان جو عاجز هجڻ هڪ زنجير آهي جيڪا زنجير ٻڌڻ واري ٻڌي آهي. اُن ڏانهن رجوع ڪريو، ان زنجير ٻڌڻ واري الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪري ڇئو ته اي حقيقي زندگي ڏانهن هدايت ڪرڻ وارا، آئون فطرت جي اعتبار سان باز هوس، هاڻي عاجز مڇر جو بنجي ويو آهيان. هاڻي مون برائي ۾ هٽ وڌا آهن ۽ تنهنجي قهر جي ڪري آئون ٽوٽي ۾ مبتلا آهيان. آئون نصيحتن کان ٻوڙو بنجي ويو هوس. بت شڪن جو مدعي هوس، پر اصل ۾ آئون بتگر (بُت ٺاهيندڙ) هوس. اي موت کان غافل، تون هي ٻڌاءِ ته تنهنجي لاءِ پنهنجي دستڪاري جي ياد ضروري آهي يا موت جي ياد؟ موت بمنزلہ خِزان جي آهي ۽ تون پن آهي جيڪو خزان ۾ لامحالہ ڇڻي ويندو آهي. اهو موت سالن کان پنهنجو ڈُهل وڄائي رهيو آهي پر تون نٿو ٻُڌين. جڏهن ٻُڌڻ جو وقت ڪونه رهندو تڏهن تون ٻُڌندين. نزع جي وقت تون هاءِ موت چوندين اُن وقت ڪو فائدو ڪونه ٿيندو. اعلان ڪرڻ وقت موت جو گلو ويهي رهيو ۽ اُن جو نغارو ٽٽي ويو پر تون دنياداريءَ جي باريڪين ۾ لڳو پيو آهين.

روزِ عاشورا همه اهلِ حلب
بابِ انطاکيه اندر تا بشب

ترجمو: ”عاشوري جي ڏينهن سيئي حلب جا رهاڪو انطاڪيه جي در وٽ رات تائين هوندا آهن.“

مردن ۽ عورتن جو وڏو مجمع هوندو آهي. ڪربلا جي يادگيريءَ لاءِ نوحہ خواني ڪندا آهن ۽ روئندا آهن. ڪربلا ۾ امام حسينؓ ۽ سندس ساٿي شهيد ٿيا هئا. يزيد جي دورِ حڪومت ۾ اهو واقعو پيش آيو. حضرت امام حسينؓ کي شهيد ڪرڻ واري جو نالو شِمر هو. هڪ مسافر شاعر عاشوري جي ڏينهن اُتي پهتو. ماڻهن کي ماتم ڪندي ڏٺائين ته چوڻ لڳو ته اهو ماتم يقيناً ڪنهن وڏي انسان جو هوندو، مون کي ان جو نالو ۽ وصفون ٻڌايو ته آئون اُن جو مرثيو چوان تان ته ڪجهه سامان ۽ لنگر مون کي ملي وڃي. هڪڙي همراه اُن شاعر کي جواب ڏنو ته تون ته ڪو

چريو ٿو ڏسجين. تون شيعو نه آهين اهل بيت جو دشمن آهين. توکي خبر نه آهي ته ڏهين محرم آهي، اُن جان جو ماتم آهي جيڪا هڪ صديءَ کان بهتر هئي. هڪ مسلمان جي لاءِ اهو معمولي قصو نه آهي. جيتري حضور ﷺ سان محبت هوندي اوتري قدر اُن جي اهل بيت سان محبت هوندي. هڪ مسلمان جي لاءِ ان نيڪ روح جو ماتم حضرت نوح عليه السلام جي سوين طوفانن کان وڌيڪ مشهور آهي.

**شاعر جو حلب جي شيعن کي طعنو**

گفت آرے لیک کو دورِ یزید
کے بُدست ایں غم چہ دیر اینجا رسید

ترجمو: ”شاعر چيو ته هائو، پر يزيد جو زمانو ڪٿي؟ اهو رنج ڪڏهن پهتو هو؟ ۽ هتي ڪيترو دير سان پُهتو.“

شاعر چيو ته جيڪو تون چئي رهيو آهين، اهو ٺيڪ آهي پر يزيد جي دور کي گذريي هڪ وڏو عرصو ٿيو آهي ۽ اهو واقعو ان وقت ٿيو هو، ڇا هتي ايتري عرصي کانپوءِ خبر پهتي آهي؟ اهو واقعو ته اهڙو دردناڪ هو جو انڌن، ٻوڙن ٻڌو ۽ ڏٺو. ڇا توهان ان وقت ستا پيا هئا، جو هاڻي ماتم ۾ ڪپڙا ڦاڙي رهيا آهيو؟ جيڪڏهن توهان ايتري قدر غافل آهيو ته پنهنجو پاڻ تي ماتم ڪريو. حضرت حسينؓ ته عظيم هو، اُن جو روح قيدخاني مان ڇُٽي ويو ته ان تي ماتم جو هي ڪهڙو موقعو آهي! الدنيا سجن المؤمن ”دنيا مومن جو قيد خانو آهي.“ هي ان جي شهنشاه بڻجڻ جو وقت آهي. جيڪڏهن تون ان کان واقف نه آهين ته پنهنجو پاڻ تي ماتم ڪر. توکي پنهنجي دل ۽ دين تي ماتم ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته توکي هن دنيا کان سواءِ ڪجهه نظر نٿو اچي. جيڪڏهن هو ٻئي جهان کي ڏسي ٿو ته اُن کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ بهادر ۽ جانباز هيءَ دنيا ڇو نه ڇڏيندو. جيڪو عالمِ آخرت کي ڏسي ٿو اُن جي چهري تي هڪ خاص نور هوندو آهي. جيڪو سمنڊ جي خزانن کي ڏسي وٺندو آهي پوءِ اهو سخاوت ۾ دريغ ڪونه ڪندو آهي. جنهن درياءُ ڏٺو هُجي اهو ڪڏهن به پاڻيءَ تي بُخل ڪونه ڪندو.

مور بر دانہ ازاں لرزاں شود
کوز خُر منہائی خوش عمیاں بود

ترجمو: ماڪوڙي هڪ داڻي تي هن لاءِ ڏڪندي آهي ڇاڪاڻ ته وڏن ڍيرن کان بي خبر هوندي آهي.“

ماڪوڙي هڪ داڻي جي حفاظت ۾ لڳي پيئي آهي، ان جو سبب هي آهي ته اها وڏن ڍيرن کان بي خبر آهي. حرص ۽ لالچ ۾ داڻي کي ڇڪي ٿي. ڍير وارو مالڪ چوي ٿو ته افسوس آهي، انڌي هجڻ جي ڪري ناچيز کي تون چيز سمجهي رهيو آهين. ان ماڪوڙيءَ ڍير مان رڳو اهو داڻو ڏٺو. انسان جسم جي اعتبار سان هڪ حقير ذرّو آهي پر روح جي اعتبار سان سڀ کان وڏو زُحل ستارو آهي. انسان جسم جي اعتبار سان منڊي ماڪوڙي آهي ۽ روح جي اعتبار سان سليمان آهي. انسان جسم جو نالو نه آهي پر انسان ديده حق بين آهي. انسان جي حقيقت حق جي ديد جو اوزار يعني روح آهي ۽ باقي گوشت پوست آهي. جيڪي ڪجهه ان جي حق بين اک ڏسي ٿي شيءِ اها ئي آهي ورنه ڪجهه نه آهي. جيئن ته حضور ﷺ جون صفتون الله جي صفتن ۾ فنا ٿي چڪيون هيون، انهي ڪري حضور ﷺ جو قول الله تعاليٰ جو قول آهي. قرآن شريف ۾ مختلف جاين تي لفظ ”قل“ آيو آهي. اهو بظاهر حضور ﷺ جو مقولو آهي پر حقيقت ۾ الله تعاليٰ جو مقولو آهي. حضور ﷺ جي دل جي وابستگي جيئن ته حقيقت جي سمنڊ سان هئي، ان ڪري پاڻ سڳورن جو مقولو ان سمنڊ جو موتي آهي. پوري اطاعت ڪرڻ کانپوءِ انسانن جا فعل الله تعاليٰ ڏانهن منسوب ٿيندا آهن ته ان ۾ ڪهڙو تعجب آهي جو ڪنهن عارف کي فنا في الذات جو فلسفو حاصل ٿي وڃي. جنهن مَٽ

مان سمنڊ جو پاڻي لنگهي رهيو آهي. تنهنجي ظاهر بين نظر رڳو پاڻيءَ جي گذرگاه کي ڏسي رهي آهي حالانڪ اهو خود سمنڊ آهي. دريا ۽ مٽ کي ٻ سمجهڻ ٽيڏائپ آهي، ورن ٻنهي ۾ اتحاد آهي. مٽ کي ن ڏس، جيڪي ڪجھ مٽ ۾ آهي ان کي ڏس. ان ۾ هڪ لامحدود سمنڊ آهي. ڪامل انسان ۾ الاهي فيوض آهن جيڪي لامحدود آهن، جيڪي پاڪ ۽ شيرين آهن. جيڪو شخص انهن پلائين کان محروم آهي اهو خدائي قهر جي ڪري عذاب ۾ آهي. ڪامل انسان کي ان فيض جو مظهر بنائڻ ۾ هي حڪمت آهي ت ان سان وحدت جو راز ظاهر ٿئي ۽ پوءِ ڪو بلند اقبال ان جي جستجو ۾ لڳي. ان مظهر کي ڏسي ڪري بانصيب وڌيڪ مجاهدي ۽ ڪوشش ۾ لڳندو ت ان کي حق جو مشاهدو حاصل ٿيندو. اهل دل جو مثال هي سمجهو: منجهن هڪ نهر جاري آهي ۽ انهن کي ذات حق سان اتحاد حاصل آهي. اهي اهل دل اُهي آهن جن سان آسمان ۽ زمين قائم آهي. اتحاد ت ٻن شين ۾ هوندو آهي، ان جو ذات حق سان اهڙو وصال آهي جو ٻيائي ختم ٿي چڪي آهي. هاڻ انهن جي ڳالھ خدا جي ڳالھ آهي. جڏهن اها وحدت حاصل ٿي وڃي ٿي ت پوءِ منصور حلاج اناالحق جو نعرو هڻندو آهي ۽ موت جو مزو چکندو آهي. اهو تعلق مع الله بقا بعد الفنا سان معلوم ٿيندو ۽ ان مقام بابت بحث ن ڪر ۽ ان کي حاصل ڪر. حشر ۽ بعث بعد الموت تڏهن ٿيندو جڏهن پهريان موت اچي وڃي. ڇاڪاڻ ت بعث مرڻ کانپوءِ زنده ڪرڻ کي چوندا آهن ت ان بعث جي لاءِ موت ضروري آهي. جيڪي موت کان ڊڄن ٿا انهن جو رستو غلط آهي.

تعلق مع الله جو علم تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن تعلق غير الله جو علم ڇڏي ڏيندؤ. الله سان صلح ۽ محبت تڏهن پيدا ٿيندي جڏهن غير الله سان تعلق ٽوڙيندؤ. اخلاق ۽ ان جا مبادي ۽ آثار مثلاً شهوت هڪ مذموم خلق آهي ۽ ميلان ان جو مبدا آهي ۽ شهوت جو ڇمڻ ان جو اثر آهي. انهن جي ڇڏڻ سان پاڪائي پيدا ٿيندي. بريون ڳالهيون ڇڏيندؤ ت سُٺيون ڳالهيون حاصل ٿينديون. بقا فنا کانپوءِ حاصل ٿيندي ۽ فنا جي افعالن سان بقا جا افعال پيدا ٿيندا. فاني شين کي ڏسڻ واري اک کي تون ڏسڻ واري اک بنائي سگهين ٿو. اسان جي جسماني اک عدم کان وجود ۾ آئي. ان کي معدوم سان ئي مناسبت آهي. اها وجود مطلق کي ٻ محدود ڏسندي آهي. جيڪڏهن اها اک حقيقت بين بڻجي وڃي ت اها منظم دنيا کي محشر بڻيل ڏسي. ناقص، مڪمل کي ٻ ناقص ڏسندو آهي. جنت جون جيتري قدر نعمتون آهن اهي دوزخين تي حرام آهن. دوزخين لاءِ جنت جي ماکي ٻ ڪڙي ٿي ويندي آهي. جيستائين خريدار ن هجي سودي ڏيڻ ۾ سوداگر جو هٿ حرڪت نٿو ڪري. اهڙي طرح جيستائين ڪو الله جي جنت جو طالب ن آهي تيستائين الله تعاليٰ ان کي جنت عطا نٿو ڪري. تماشائي جو هي پڇڻ ت هي شيءِ ڪيتري جي آهي ۽ هو شيءِ ڪيتري جي آهي، خالي وقت گذارڻ ۽ تفريح لاءِ هوندو آهي. هو اجايو سجايو اگھ پڇائي ٿو. اهو شخص خريدار ن آهي. اهڙو خريدار ڪڏهن ڪپڙو حاصل ڪري ٿو؟ وقت ضايع ڪندو آهي. خريدار جي آمد و رفت مذاق ۽ دل لڳي ۾ گھڻو فرق آهي. ان وٽ پئسو ٻ ن آهي اهو خالي مذاق ۽ تفريح جي لاءِ ڪيسي ۾ هٿ لڳائي رهيو آهي. جڏهن ڪاروبار جي لاءِ ان وٽ سرمايو ن آهي ت اهو خود ۽ ان جو پاڇو ٻئي برابر آهن. دنياوي ڪاروبار لاءِ پئسا ضروري آهن. آخرت جي ڪاروبار لاءِ عشق ۽ آه ۽ زاري ضروري آهي. جيڪو شخص پئسن کانسواءِ بازار ۾ وڃي ٿو اهو پنهنجي عمر برباد ڪري ٿو. ان شخص کان جيڪڏهن ڪو پڇي ت تون ڪيڏانهن ويو هئين ت هو جواب ۾ اهو ئي چوندو ت ڪيڏانهن ٻ ن. ڪانئس ڪو پڇي ت تو ڇا رڌيو آهي؟ ان کي چوڻو پوندو ت ڪجھ ٻ ن. اي مخاطب! تون خريدار ٿيءُ ۽ پوءِ ڏيڻ جي لاءِ الله تعاليٰ جو هٿ حرڪت ۾ ايندو ۽ ان جي پريل ڪاڻ توکي جواهر ۽ موتي عطا ڪندي. مصلحين کي خطاب آهي ت جنت جا طالب ڇاهي سست هجن پر توهان کي حڪم آهي ت توهان پنهنجو فرض پورو ڪريو. مبلغ جو فرض آهي ت اهو پنهنجي باز جي ذريعي قوم جي روح جو شڪار ڪري ۽ حضرت نوح عليه السلام جي طريقي تي عمل ڪري. اها الله تعاليٰ جي فرض جي ادائگي آهي. ماڻهن جي مڃڻ ن مڃڻ سان ان جو ڪو تعلق ن آهي.

اڌ رات کي سحري سمجهي نغارو وڄائيندڙ شخص جو داستان

آں یکے می زد سحوری بر درے
در گہے بود و رُواقِ مہترے

ترجمو: ”هڪڙو شخص ڪنهن سردار جي محل ۽ درٻار جي دروازي تي سحري جو نغارو وڄائي رهيو هو.“

هو محنت سان نغارو وڄائي رهيو هو، ان کي چوڻ واري چيو ته اي پنڻ وارا! تون سحريءَ جي وقت اهو نغارو وڄاءِ، اڌ رات جو شور نه ڪر! هي گهر خالي آهي، هن ۾ پوتن ۽ پرين کان سواءِ ڪو انسان نه آهي. تون پنهنجو وقت ڇو برباد ڪرين ٿو؟ نغارو هوش ۽ گوش لاءِ وڄايو ويندو آهي جيڪو هتي مفقود آهي. ان نغاري وڄائڻ واري چيو ته تون پنهنجي ڳالهه چئي چڪين هاڻي منهنجو جواب ٻڌ تان ته تنهنجي پريشاني دور ٿئي. تنهنجي لاءِ اها اڌ رات آهي پر منهنجي لاءِ مستيءَ جو صبح آهي. تهجد پڙهي مستيءَ شروع ڪري سگهجي ٿي جيڪا تنهنجي نظر ۾ شڪست آهي منهنجي نظر ۾ فتح آهي ۽ جنهن کي تون اوندهه سمجهين ٿو منهنجي نظر ۾ نور آهي. اها رات ۽ ڏينهن جي تبديلي ائين آهي جيئن درياءِ نيل سبطين جي لاءِ پاڻي هو ۽ قبطين جي لاءِ رت بنجي ويو. سخت پٿر حضرت دائودعليه السلام جي لاءِ ميڻ هو ۽ منڪرن جي لاءِ سخت پٿر هو. حضرت دائودعليه السلام جنهن وقت سُر ۾ زبور پڙهندو هو ته جبل به جهومڻ لڳندا هئا. حضورصلي الله عليه وسلم جي هٿ ۾ پٿرين سندن رسالت جي شاهدي ڏني هئي ۽ تسبيح پڙهي هئي. اسطوانه حنانه عام انسانن جي نظر ۾ بي جان ڪجيءَ جو ٿڙهه هو پر حضورصلي الله عليه وسلم جي جدائي ۾ رُنو هو. جمادات ۽ نباتات عوام جي اعتبار سان مرده آهن پر الله تعاليٰ جي اعتبار سان سمجهدار ۽ زنده آهن. تون جيڪو چوين ٿو ته هن محل ۾ ڪوبه نه آهي ۽ ڇو تون نغارو وڄائي رهيو آهين ان جو جواب هي آهي ته خدا جي لاءِ جيڪو ڪم ڪيو وڃي ان جي ڳولا ڪونه هوندي آهي ته اُتي ڪو انسان آهي يا نه. خدا جا عاشق حج ڪرڻ ويندا آهن ۽ خدا جي گهر جو طواف ڪندا آهن ۽ دعائون گهرندا آهن. ڪي ماڻهو چون ٿا ته اهو الله جو گهر خالي آهي پر جنهن جي دل ۾ ايمان جي روشني آهي اهو بيت الله کي ڀريل ئي سمجهي ٿو. گهڻا اهڙا گهر آهن جيڪي انسانن سان ڀريل آهن پر اهي انسان حقيقتاً انسان نه آهن. اهل دل انهن گهرن کي خالي سمجهن ٿا. انسان جنهن محبوب حقيقي جو طالب آهي انکي ڪعبه يعني قلب مومن ۾ تلاش ڪري. جن انسانن کي الله تعاليٰ فخر ۽ بلندي عطا فرمائي آهي اهي الله جي گهر کان خالي نه آهن، انهن جي دل الله جو گهر آهي. عارف ڪامل جي دل هر وقت فيض رساني ڪري ٿي. ان گهر جو دروازو ڪنهن وقت به بند نٿو ٿئي ۽ سڀ انسان ان جا محتاج آهن. حاجي لبيڪ لبيڪ چوندو آهي جنهن جي معنيٰ آهي ”آئون حاضر آهيان“ اهي لفظ ڪنهن سڏڻ واري جي جواب ۾ چيا ويندا آهن پر حاجيءَ کي اهو ڪير نٿو چوي ته تو کي ڪير سڏي رهيو آهي جنهن جي جواب ۾ تون لبيڪ چئي رهيو آهين. سڀ اهو سمجهن ٿا ته حاجيءَ کي اها توفيق خدا ڏني آهي. خدا جي طرفان سڏيو پيو وڃي، جنهنجي جواب ۾ حاجي لبيڪ چئي رهيو آهي. آئون پنهنجي بدن جي ٽاميءَ کي هيٺ مٿي سر جي طريقي تي ان جاءِ جي ڪيميا تي مَلي رهيو آهيان. آئون اهو نغارو هن لاءِ وڄائي رهيو آهيان ته رحمت جو سمنڊ جوش ۾ اچي مون تي موتي وسائڻ لڳي. منهنجو اهو ڪم ته معمولي آهي، ماڻهو ته خدا جي لاءِ جهاد ۾ جان جي بازي لڳائين ٿا. خدا جي رضا جي لاءِ نبين وڏيون وڏيون تڪليفون برداشت ڪيون آهن. حضرت ايوبعليه السلام جي بدن جو ڳرڻ ۽ اُن تي سندس صبر ۽ حضرت يعقوبعليه السلام جو حضرت يوسفعليه السلام جي گم ٿيڻ تي صبر ضرب المثل ۽ مشهور آهي. حضرت نوحعليه السلام خدا جي لاءِ قوم جون مصيبتون برداشت ڪيون. حضورصلي الله عليه وسلم جن الله تعاليٰ جي لاءِ دشمنن سان جهاد ڪيو. ڪي ماڻهو الله تعاليٰ جي رضا جي لاءِ ابوذرؓ جو زُهد اختيار ڪن ٿا. ڪي حضرت عمرؓ جهڙو دين لاءِ اٽل ارادو اختيار ڪن ٿا. جهڙي طرح انهن ماڻهن خدا جي لاءِ ڪم ڪيا آهن آئون به خدا جي لاءِ سحريءَ جو نغارو وڄايان ٿو. جيڪڏهن انسان پنهنجو ڪو خريدار چاهي ٿو ته خدا کان بهتر خريدار ڪير هوندو.

الله تعاليٰ تنهنجا ناقص عمل خريد ڪري ٿو ۽ ان جي عيوض نور عطا ڪري ٿو. انسان جو فاني جسم خريد ڪري ان جي بدلي ۾ ابدي سلطنت عطا ڪري ٿو. انسان جڏهن اُن جي دربار ۾ روئي ٿو ته الله تعاليٰ لڙڪن جي چند ڦڙن جي عيوض حوض ڪوثر عطا ڪري ٿو. الله جي بازار ۾ پهچي ڪري پنهنجو پراڻو مال وڪرو ڪر ۽ اُن جي بدلي ۾ نئين سلطنت حاصل ڪر. جيڪڏهن توکي ان ڪاروبار ۾ شڪ آهي ته نبين کي ڏسي وٺ، انهن ايتري قدر نفعو ڪمايو آهي جو جبل به انهن جي دولت کي نٿو کڻي سگهي.

**حضرت بلال رضي الله عنه جي عشق ۽ قرباني جو قصو**

*تن فدائے خارمی کرد آں بلال*
*خواجہ اش میزد برائے گوشمال*

ترجمو: ”بلال رضي الله عنه جسم کي ڪنڊن تي قربان ڪري رهيو هو. سندس مالڪ سزا جي لاءِ ڪيس ماري رهيو هو.“

جيئن ته بلال رضي الله عنه بچاء جو طريقو اختيار ڪونه ڪندو هو، سو جڻ پنهنجو جسم قربان ڪري رهيو هو. آقا چوندو هوس: تون منهنجو غلام ٿي ڪري منهنجي مذهب جو انڪار ٿو ڪرين. گرميءَ ۾ بلال رضي الله عنه جو مالڪ ڪيس ڪنڊن واري ڏنڊيءَ سان ماريندو هو ۽ بلال رضي الله عنه ”احد احد“ چوندو هو. اهو بلال رضي الله عنه جو ”احد احد“ چوڻ آه و زاري ڪونه هو پر پنهنجي دين تي فخر جي لاءِ هو. جتي بلال رضي الله عنه جو مالڪ ڪيس ماريندو هو اُتان ڪان حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو گذر ٿيو. تڏهن حضرت ابوبڪر رضي الله عنه بلال جي احد احد جو آواز ٻڌو، ابوبڪر رضي الله عنه کي محسوس ٿيو ته بلال رضي الله عنه مسلمان آهي ۽ اُن کي اسلام جي ڪري ماريو پيو وڃي، تڏهن رنجيده ٿيو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه بلال کي تنهائي ۾ چيو ته پنهنجي ايمان کي پوشيده رک. الله تعاليٰ تنهنجي پوشيده ايمان کي ڄاڻي ٿو. حضرت بلال رضي الله عنه ايمان کي ڳجهو رکڻ جو وعدو ڪيو. ايمان جي عشق ايمان کي پوشيده رکڻ جي توبه ٽوڙائي ڇڏي. حضرت بلال رضي الله عنه ايمان جي اظهار کان توبه ڪندو هو ۽ اها توبه بار بار ٽٽي ويندي هئي. بلال رضي الله عنه ان توبه کان بيزار ٿي ويو ۽ پنهنجي ايمان جو اظهار ڪري جسم کي مصيبتن جي حوالي ڪيو ۽ پنهنجي دل ۾ چوڻ لڳو ته اي محمد صلي الله عليه وسلم! تون منهنجي توبه جو دشمن آهين، جيئن ته تنهنجي محبت منهنجي دل جي نس نس ۾ سمايل آهي، اُتي توبه جي گنجائش ڪٿي آهي؟ هاڻي آئون توبه کان توبه ڪريان ٿو پر جنهن ايمان جي بدولت جنت جي زندگي حاصل ٿئي ٿي اُن جي اظهار کان ڪيئن توبه ڪريان؟ حضرت بلال رضي الله عنه چيو هاڻي آئون عشق کان مجبور ٿي چڪو آهيان. آئون عشق جي تيز هوا جي مقابلي ۾ هڪ ڪک آهيان، خبر نه آهي ته اها مون کي ڪٿي وڃي اُڇلائيندي. آئون چاهي چنڊ هُجان يا بلال رضه، هاڻي آئون عشق جي سج جو ڳولائُو آهيان. چنڊ کي ته سج جي پويان رهڻو آهي. چاهي ان ۾ گهٽتائي هجي يا وڌيل هجي آئون عشق جي هٿ ۾ ائين آهيان جيئن ٻلي ٿيلهي ۾ بي چين هوندي آهي ۽ ٽپندي آهي. عشق عاشق کي مسلسل گهمائيندو رهندو آهي.

عشق جو مثال سخت وهڪري وارو آهي. پن چڪي هميشه گهمندي رهندي آهي. جهڙي طرح چڪيءَ جو پُڙ درياءَ جي وجود جي نشاني آهي اهڙي طرح انسان جو تذبذب ۽ بي قراري قضاءِ خداوندي جو دليل آهي. جيڪڏهن توکي قضاءِ خداوندي نظر نٿي اچي ته اُن جي آثارن کي ڏس. جڏهن قضا جي ڪري ايتريون عظيم الشان شيون بيقرار آهن ته پوءِ دل هڪ ننڍڙي شيءِ جو بيقرار نه ٿيندي؟ قضا جي مقابلي ۾ تون جيڪو سهارو ڳوليندين ته قضا اُن کي فنا ڪري ڇڏيندي. جيڪڏهن انسان الله تعاليٰ جي اُن فعل کي نٿو ڏسي سگهي جيڪو اهو عالم (جهان) جي اجزاء ۾ ڪري رهيو آهي ته اُن فعل جي اُن اثر کي ڏس جيڪو جهان جي اجزاءِ ۾ آهي. سمنڊ تي جيڪا گجي آهي ۽ ڪکن ۾ جيڪا حرڪت آهي سڀ سمجهن ٿا ته اهو سمنڊ ۾ جوش جي ڪري آهي. اهو دريا جي موج جو جوش خدائي تصرف

آهي. سج ۽ چنڊ جيڪي آسمان جي چڪي يا جنڊ جي ٻن پُڙن وانگر آهن اُن جا فرمانبردار آهن ۽ حڪم مطابق ڪم ڪن ٿا. ستن ئي ستارن جي بُرجن ۾ مختلف تاثيرات اُنهن جي تصرف جو نتيجو آهن. جيڪڏهن توهان جي نگاه آسمان جي نشانين ڪي نٿي ڏسي سگهي تہ اُن جي انهن تصرفن کي ڏسو جيڪي توهان جي نفسن ۾ آهن. اهي توهان جا حواس رات جو ڪٿي هوندا آهن ۽ ڏينهن جو ڪٿي هوندا آهن ۽ انهن تي ڪهڙيون ڪهڙيون ڪيفيتون طاري ٿين ٿيون. انهن سيني تي غور ڪريو. چنڊ جي تغير تي غور ڪريو. زماني جي تغير کي ڏسو. هيءُ غور ڪريو تہ دنيا جون ايتري قدر وڏيون وڏيون شيون قدرت جي هٿن ۾ ڪيتري قدر تغير پذير آهن. انسان جي دل هن ڪائنات جي مقابلي ۾ تمام ننڍي شيءِ آهي تہ پوءِ اها قدرت جي احڪامن سان بيقرار ڇو نہ ٿيندي. جيئن اُٺ، ڍڳو ۽ گهوڙو وغيره پنهنجي مالڪ جو هر طرح سان فرمانبردار هوندو آهي، اهڙي طرح انسان کي پنهنجي موليٰ جو فرمانبردار هجڻ گهرجي. جهڙي طرح "ذُنب" (ستاري جو نالو آهي جنهن کي ذنب الفرس بہ چيو ويندو آهي.) وٽ پهچي سج گرهڻ جي ويندو آهي ۽ "ذَنب" (گناه) جو قرب انسان جي ڪاراڻ جو سبب آهي. ملائڪ ڪڪرن کي مختلف مقامن تي ڪٽي وڃي ڪري وسائيندا آهن. انساني عقل سج کان وڏي شيءِ نہ آهي. جڏهن غلط روي سان اهو رو سياه (ڪار مُنهون) ٿي ويندو آهي تڏهن انسان جو عقل جيڪڏهن غلط روي اختيار ڪندو تہ اهو بہ رو سياه ٿي ويندو. جيڪڏهن انسان جا مڪمل گناه هوندا تہ اُن جي مڪمل رو سياهي ٿيندي. جيڪڏهن گناه اڌورا هوندا تہ رو سياهي بہ اڌوري هوندي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ وَقُضِيَ بَيْنَهُمْ بِالْقِسْطِ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ (يونس:54) "۽ انهن جي وچ ۾ انصاف سان فيصلو ڪيو ويندو ۽ انهن تي ظلم ڪونہ ڪيو ويندو." الله تعاليٰ هر ڍڪيل ۽ لڪل نيڪي ۽ بديءَ کي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ وارو آهي. هاڻي قدرت جو بحث ختم ڪر، ڇاڪاڻ تہ عاشقن ۾ عشق جي غلبي جي ڪري عيد جهڙي خوشي طاري ٿي ويئي آهي ۽ معشوق پنهنجي عاشقن سان سُٺي اخلاق سان پيش اچي رهيا آهن. عاشقن جو حصو هاڻي ناز ڪرڻ آهي ۽ عشق جي غلبي ڪان توبهہ شڪنيءَ جو قت اچي ويو آهي. حضرت بلالؓ ٻيهر اظهار ايمان ڪان توبهہ ٽوڙڻ تي مجبور ٿي ويو. عاشق چون ٿا تہ اسان کي عشق جون دولتون حاصل ٿي ويون آهن. هاڻي اٿي نظربد کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪاري ترجي داڻي کي واس ڏي، هاڻي هلال بلالؓ جو يار ٿي ويو. اُن جي لاءِ ڪنڊن جا ڦٽ گل ۽ گلزار ٿي ويا. جيڪڏهن ڪنڊن جي ڦٽن سان جسم پروڻ ٿي ويو آهي تہ بہ منهنجي جان پاڳ واري ٿي ويئي آهي. جسم کي جيتوڻيڪ ڪافر زخمي ڪري رهيا آهن پر الله جي عشق سان مست آهيان. هڪ مهربان دوست جي خوشبو مونکي واسي رهي آهي. حضورﷺ معراج عروج روحاني تان نزول فرمايو ۽ حضرت بلالؓ ڏانهن متوجہ ٿيو.

**حضرت صديقؓ جو بلالؓ جي واقعي کان حضورﷺ جن کي آگاه ڪرڻ**

*چونکہ صدیق از بلال دم درست*

*ایں شنید از توبہ از دست شست*

ترجمو: "جڏهن صديقؓ سچي بلالؓ کان هي ٻڌو، تڏهن اُن جي توبهہ ڪان هٿ ڌوتائين."

يعني حضرت بلالؓ جي توبهہ ڪان مايوس ٿي ويو. ان ڪانپوءِ صديقؓ حضورﷺ جن جي اڳيان اُن وفادار بلالؓ جو حال بيان ڪيو تہ اهو شهباز (بلال رضہ) توهان جي عشق جي ڄار ۾ قابو آهي. هو ڪافرن کان تڪليف ۾ آهي جيڪي اُن تي ظلم ڪري رهيا آهن. بنا ڏوه جي اُن جا پر پٽي رهيا آهن. ان جو ڏوه فقط اهو آهي تہ اهو باز آهي. حضرت يوسفؑ سان ان جي ڀائرن جي دشمني اُن جي حسن جي ڪري هئي. اهي ڪافر چٻون آهن جن جي رهڻ جي جاءِ ويرانو آهي. شهباز تي انهن چٻن کي انهيءَ ڪري ڪاوڙ آهي. جڏهن تہ باز لالہ زار ۽ باغن کي ياد ڪري ٿو تہ چٻن کي ڪاوڙ اچي ٿي ۽ چٻون چون ٿيون تہ تون شاهي قلعن، محلن ۽ شاهي هٿن کي ڇو ياد ڪرين ٿو

۽ اسان کي ڇو پريشان ڪرين ٿو. ڪن چڻن هي به چيو ته تون اسان جي مسڪن کي جيڪو آسمانن کان به افضل آهي، ويران ڇوين ٿو، تنهنجي اها سڄي مڪاري سردار بنجڻ جي لاءِ آهي. تون اسان کي ڇريو بنائڻ چاهين ٿو ۽ اسان جي جنت کي ويرانو ڇوين ٿو. حضرت بلالؓ کي اهڙي طرح سزا ڏيندا هئا جو اگهاڙو ڪري چٽني هٽن پيرن کي ڪليون هڻندا هئا ۽ ڪنڊن واري ڪاٺيءَ سان ماريندا هئا. اهي ڳالهيون حضرت ابوبڪرؓ حضور ﷺ جن کي عرض ڪيون ۽ چيو ته:

مار ڪائڻ سان بلالؓ جي بدن جي سوين ڦٽن مان رت وهي ٿو ۽ هو احد احد چوندو رهي ٿو ۽ انهن جي سزا کان گهبرائي نٿو. حضرت ابوبڪرؓ عرض ڪيو ته مون ان کي ايمان ڳجهو رکڻ جون نصيحتون به ڪيون آهن پر اهو خدا ۽ رسول ﷺ جو اهڙو عاشق آهي جو ڄڻ قيامت اچي وئي آهي ۽ ان جي لاءِ ان عشق کي ظاهر ڪرڻ جو توبه جي دروازو بند ٿي ويو. بزرگ روميؒ فرمائي ٿو ته عاشق هجي ۽ پوءِ اهو محبوب جي ذڪر کان توبه ڪري، اها ڳالهه ناممڪن آهي. عشق جي اڳيان توبه هڪ ڪمزور شيءِ آهي. توبه ٻانهي جي صفت آهي ۽ عشق خدا جي صفت آهي. الله جي صفت ۽ ٻانهي جي صفت جو ڪهڙو مقابلو؟

حقيقي عشق خدا جي صفت آهي، ٻي شيءِ سان عشق مجازي عشق آهي. غير خدا سان عشق اهڙو آهي جيئن قلعي ڪيل سون جو عشق. جڏهن مجازي معشوق کان خدائي عڪس جدا ٿي وڃي ٿو ته ان معشوق سان عشق به نٿو رهي. مجازي معشوق جو حسن جڏهن پنهنجي وصل ڏانهن موٽي ويندو آهي، تڏهن معشو ق جو جسم گدلو، خراب ۽ برو معلوم ٿيندو آهي. ان جو مثال هيءَ آهي ته ڪاري ديوار کان جڏهن چنڊ جي روشني غائب ٿي ويندي آهي ته پوءِ ديوار ڪاري نظر اچڻ لڳندي آهي. مجازي معشوق تان الله تعاليٰ جي حسن جو عڪس هٽي وڃڻ سان نه ان ۾ زندگي رهندي آهي نه حسن ۽ اهو فقط مٽي ۽ پاڻي رهجي ويندو آهي. رنگ ڪيل شيءِ تان جڏهن سونو پاڻي اُڏامي پنهنجي ڪاڻ ۾ پهچي ويندو آهي تڏهن ٽامون ڪارو رهجي ويندو آهي ۽ ان جو عاشق ان کان وڏيڪ رسوا ٿي ويندو آهي. جيڪي عقلمند هوندا آهن اهي اصل تي عاشق ٿيندا آهن. سون کي ڇڏي اصل ڪاڻ جا عاشق بنبا آهن. بزرگ روميؒ جوش ۾ حقيقي معشوق کي خطاب ڪري چوي ٿو ته تنهنجي حقيقي صفتن ۾ ڪو شڪ نه آهي ۽ تنهنجي ان صفت ۾ تنهنجو ڪو شريڪ نه آهي. جيڪو مجازي موصوف کي حقيقي موصوف سان شريڪ ڪندو، جيڪو عاشق ڪوڙي سون کي ڪاڻ جو شريڪ بنائيندو ته پوءِ جڏهن ڪوڙي سون جو پاڻي لهي ويندو، تڏهن عاشق ۽ معشوق ٻئي پريشاني سان اهڙا مرده ٿي ويندا جيئن مڇي تلاءُ جو پاڻي سڪڻ سان ٻاهر پئي ڦٽڪندي آهي.

قرآن مجيد ۾ آهي ته اَلَا لَهُ الْخَلْقُ وَ الْاَمْرُ (الاعراف:54) خلق ۽ امر ان جي لاءِ آهي. عالم امر اهو عالم آهي جو مادي کان خالي هجي ۽ عالم خلق جسماني عالم آهي. اصل عالم، عالم امر آهي ۽ عالم خلق ان جو پاڇو آهي.

حضرت بلالؓ جو قصو ٻڌي ڪري حضور ﷺ خوش ٿيا ۽ حضرت ابوبڪرؓ ان جي خوب تعريف ڪئي. حضور ﷺ جن حضرت ابوبڪرؓ کان حضرت بلالؓ جو پورو قصو ٻُڌي ڪري فرمايو ته هاڻي ڪيئن ڪجي؟ تڏهن حضرت ابوبڪرؓ فرمايو ته آئون ان کي خريد ڪندس. ڪافر جيڪا به قيمت وٺندا انهن کي ڏيندس ۽ ڪنهن ظاهري نقصان جي پرواهه نه ڪندس، ڇاڪاڻ ته اهو خدا جو قيدي دشمنن جي هٿ ۾ قاتل آهي.

**حضور ﷺ جو چوڻ ته ڪافر ان جي گهٽي بها وٺندا ان ڪري آءُ به ان ۾ حصي دار ٿيندس!**

مصطفیٰ گفتش کاے اقبال جو

در خریدن می شوم انباز تو

ترجمو: ”حضرت مصطفي ﷺ کيس فرمايو: اي نيڪ بختي جي ڳولا ڪرڻ وارا! خريداريءَ ۾ آئون تنهنجو شريڪ بنجان ٿو.“

بلال رضي الله عنه جي خريداريءَ ۾ تون منهنجو وڪيل بڻجي وڃ. ابوبڪر رضي الله عنه پنهنجي دل ۾ سوچيو ته اهي ڪافر بلال رضي الله عنه جي قدر ۽ قيمت کان بي خبر آهن. آئون انهن کان بلال رضي الله عنه کي آساني سان اهڙي طرح وٺندس جهڙي طرح ٻار کان موتي ورتو ويندو آهي، انهن ڪافرن کان شيطان دنيا جي بدلي ۾ عقل ۽ ايمان خريد ڪري وٺي ٿو.

شيطان انهن ڪافرن جي لاءِ مردار دنيا کي ايتري قدر پُر رونق ڪري ڏيکاريندو آهي، جو انهن کان آخرت جو باغ خريد ڪري وٺندو آهي. چنڊ جي روشنيءَ کي ڪپڙو بنائي ڏيکاريندو آهي ۽ انهن جون پئسن رکڻ واريون همياڻيون انهن کان ڦري وٺندو آهي. نبين انهن کي واپار ڪرڻ سيکاريو پر شيطان انهن جي نظرن ۾ انبياءَ ۽ انهن جي تعليم کي برو ڪري ڏيکاريو. شيطان اهڙا اثر پيدا ڪندو آهي جو زال مڙس ۾ نفرت ٿي ويندي ۽ طلاق تائين نوبت اچي ويندي آهي. جهڙي طرح شيطان زال ۽ مڙس ۾ جادوگري ڪندو آهي اهڙي طرح جادوءَ سان انهن کي انڌو ڪندو آهي نيٺ انهن ڪافرن حضرت بلال رضي الله عنه کي چند پئسن ۾ وڪڻي ڇڏيو. ٻاڪاڻ ته گڏهه جي اڳيان ڪوڏي ۽ موتي برابر آهي. اهو موتي ٻنهين جهانن کان بالاتر آهي. ٻاڪاڻ ته بلال رضي الله عنه ايمان جي ڪري قيمتي هو. ايمان سمنڊ آهي. اهي ڪافر ان جي موتين جا انڪاري آهن. جانور ان کان آرائش جو طالب ڪونه ٿيندو. الله جانور جي مٽي ۾ هيءَ ڳالهه نه رکي آهي ته اهو لعل ۽ موتين جو پرستار هجي. حيوان ۾ الله تعاليٰ ايتري سمجهه نه رکي جو اهو لعل ۽ موتين جي قيمت کي سمجهي سگهي. جيئن ته اهي موتيءَ جي قيمت کي نه سمجهندا هئا، انهيءَ ڪري اهي ڪنن ۾ موتين کي نٿا لڪائين. سورت والتين ۾ ذڪر ڪيل آهي ته: لَقَدْ خَلَقْنَا الْإِنْسَانَ فِيْٓ أَحْسَنِ تَقْوِيْمٍ ۝ (التين:4) "بيشڪ اسان انسان کي بهترين خلقت ۾ پيدا ڪيو آهي." روح ڪامل عرش کان افضل آهي ۽ انسان هن دنيا ۾ ان جي حقيقت کي نٿو سمجهي سگهي. روح ڪامل جنهن جي حقيقت جو بيان ناممڪن آهي. جيڪڏهن آئون ان جي قدر ۽ قيمت بيان ڪريان ته آئون به ۽ توهان به سڙي ويندا ۽ ڪجهه حاصل نه ٿيندو. انهيءَ ڪري ان سلسلي ۾ خاموشي بهتر آهي.

حضرت ابوبڪر رضي الله عنه اميه جي گهر جي دروازي تي ويو ۽ آواز ڏنائين. پوءِ گهر ۾ ويو ۽ جيئن ته حضرت بلال رضي الله عنه جي مار جو ڏک هوس، انهيءَ ڪري اميه کي سختيءَ سان چيائين ته تون هن الله جي ولي کي ڇو مارين ٿو؟ اي نور جا دشمن، هي ڪهڙو ڪينو آهي؟ جيڪڏهن انسان پنهنجي مذهب ۾ سچو آهي ته ٻئي مذهب ۾ سچي دل واري جي حقيقت کي سمجهي سگهي ٿو ۽ اهو اُن تي ظلم ڪرڻ پسند نه ڪندو. ان جي عقيدي تي ان کي محبوب سمجهندو. جڏهن تون ڪنهن سچي دينداري تي ظلم روا رکين ٿو، تڏهن معلوم ٿيو ته تون پنهنجي دين ۾ پڪو ناهين. جيئن ته تنهنجي فطرت ٽيڏي آهي تنهن ڪري تون ٻين کي ڪج فطرت سمجهين ٿو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ان وقت حيران ڪندڙ ڳالهيون چيون جيڪي حڪمت سان ڀريل هيون. انهن ڳالهين جي پُر حڪمت هجڻ جو سبب هي هو ته اهي ڳالهيون جيتوڻيڪ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي زبان تي جاري ٿيون پر انهن جو اصل سرچشمو الله تعاليٰ هو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي وات مان انهن چشمن جي جاري ٿيڻ تي ڪهڙو تعجب آهي، جڏهن ته الله تعاليٰ پٿر مان به چشما جاري ڪري ڇڏيندو آهي. الله تعاليٰ رات ان پٿر کي پنهنجي لاءِ پردو بنايو هو. تنهنجي اک کي به الله تعاليٰ پنهنجي نور عطا ڪرڻ جو هڪ حجاب بنائي رکيو آهي، ورنه اک جي جزن ۾ نور ڪٿي آهي. انسان جو ڪن به قدرت جو هڪ پردو آهي. ورنه انسان جي اجزاء ۾ ٻڌڻ جي طاقت ڪٿي آهي. هر معاملي ۾ اصل متصرف خدا ئي آهي. حديث شريف ۾ آهي، ڪن مٽي جو حصو آهن ۽ ظاهر آهي ته مٽو هڪ حادث شيءِ آهي، ان ۾ خود اهي صفتون ڪٿي ٿي سگهن ٿيون. اميه حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کي چيو: جيڪڏهن توکي بلال رضي الله عنه تي رحم اچي ٿو، ته تون ان کي خريد ڪري وٺ. اها مشڪل خرچ ڪرڻ ڪانسواءِ آسان نه ٿيندي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه فرمايو ته ائين ٿي وڃي ته خدا جو شڪر ادا ڪندس ۽ فرمايائين مون وٽ هڪ اڇي رنگ جو حسين غلام آهي پر ان جي دل ڪفر جي ڪري ڪاري آهي ان جي بدلي ۾ ڪارو بلال رضي الله عنه مونکي ڏي جنهن جي دل روشن آهي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جو غلام ايتريقدر سهڻو

هو جو ان کي ڏسي ڪري اميہ جي دل بي قابو ٿي وئي. ظاهر پرستن جي اها ئي حالت آهي جو اهي ظاهر ۾ صورت تي قربان ٿيندا آهن. اميہ اصرار ڪيو تہ بلال رضي الله عنه جي عيوض هن غلام سان گڏ ڪجھ چاندي بہ ڏي. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه چاندي جو اضافو ڪيو. چاندي جي اضافي تي هو راضي ٿي ويو ۽ لين دين ٿي وئي. اُميہ موتي ڏيئي ڪري پٿر ورتو. ان کي هي خيال هو تہ مون گهڻو نفعو ڪمايو آهي. ڪارو ڏيئي ڪري گورو ورتو اٿم. جڏهن واپار مڪمل ٿي ويو تڏهن هو ڏاڍو کليو ۽ ان کي يقين هو تہ ان معاملي ۾ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه نقصان ڪنيو آهي.

**ڪافر جو کلڻ ۽ اهو سمجهڻ تہ صديق رضي الله عنه هن معاملي ۾ ٽوٽي ۾ آهي**

*قهقهہ زد آں جهود تنگ دل*

*از سر افسوس و طنز و غش و غل*

ترجمو: ”ان سنگدل ڪافر مڪر فريب ۽ طنز ۽ مذاق طور ٺهڪ ڏنو.“

حضرت ابوبڪر رضي الله عنه سبب پڇيو تہ اهو اجان وڏيڪ کليو ۽ چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن هن غلام جي خريداري ۾ توهان کي اصرار نہ هجي ها تہ آئون ان جي قيمت نہ وڌايان ها ۽ هاڻي جيڪا قيمت ورتي اٿم ان جي ڏهين حصي ۾ وڪڻان ها ڇاڪاڻ تہ اهو ڪارو غلام مون وٽ دمڙيءَ جو بہ ناهي. تو گوڙ شور ڪري ان جو اگھ وڌايو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کيس جواب ڏنو تہ تون اڻڄاڻ ٻاٽو آهين، تو اخروٽ جي بدلي ۾ موتي ڏيئي ڇڏيو.

مون وٽ ان جي قيمت ٻئي جهان آهن. ڇاڪاڻ تہ منهنجي نظر ان جي باطن تي آهي. هي غلام تہ ڪارو سون آهي، ان تي ڪاراڻ رشڪ جي ڪري آهي تان تہ بيوقوف ان کي سُڃاڻي نہ سگهي. جيڪي اکيون خالي انگن جو ادراڪ ڪنديون آهن اهي روح جو ادراڪ نٿيون ڪري سگهن. جيڪڏهن تون زياده ڇڪتاڻ ڪرين ها تہ آئون پنهنجو سڀ مال ۽ ملڪيت ڏيئي ڇڏيان ها ۽ ڪنهن ٻئي کان قرض وٺي ڪري بہ بلال رضي الله عنه کي وٺان ها. جيئن تہ توکي سستو هٿ آيو تڏهن تو سستو وڪيو، تو هي نہ ڏٺو تہ دٻليءَ ۾ ڪهڙو موتي آهي؟ حضرت بلال رضي الله عنه موتين جي پريل دٻلي هو. اهو ڪافر بہ ان معاملي ۾ سياهہ روح بنيو ۽ ان تي خوش ٿي رهيو هو. جڏهن حقيقت کلندي تڏهن افسوس ڪندو. تنهنجو ڀاڳ غلاميءَ جي شڪل ۾ تو وٽ آيو ۽ تو ان کي نہ سڃاتو. ان غلامي جو اظهار ڪيو، تو چالاڪي ۽ مڪاري ڪئي. تون هن غلام کي وٺ جنهن جو جسم سفيد آهي پر باطن ڪارو آهي، اهوئي بت پرستن جو طريقو آهي. بت پرستن جي اهائي سزا آهي تہ انهن کي اهو ڪاٺ جو گهوڙو حاصل ٿيندو آهي جنهن تي اطلس جي جهل هجي. انهن جو ماحصل ڪافر جي قبر جي جهڙو هوندو آهي جو اُن تي نقشش و نگار هوندا آهن پر اندر باهہ ۽ دونهون هوندو آهي. ڪافر جي ماحصل جو مثال ظالمن جي مال جهڙو آهي جنهن جو ظاهر ڏاڍو پيارو ۽ اُن جي باطن ۾ مظلومن جو خون مخفي آهي. ڪافر جي ماحصل جو مثال منافق بہ آهي جو بظاهر اسلامي فرض ادا ڪري ٿو پر اُن جو باطن ايمان ۽ يقين کان خالي هوندو آهي ۽ اُن کي اُن ڪڪر سان بہ تشبيہ ڏيئي سگهجي ٿي جيڪو فقط گوڙ ڪري پر وسي نہ، يا ڪوڙي وعدي سان تشبيہ ڏيو جنهن جي ابتدا خوش ڪن ۽ انتها مايوس ڪُن هوندي آهي.

خريداري کانپوءِ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه حضرت بلال رضي الله عنه کي حضور صلى الله عليه وسلم جي خدمت ۾ وٺي آيو. جڏهن حضرت بلال رضي الله عنه جي نظر حضور صلى الله عليه وسلم جي چهره انور تي پيئي تڏهن خوشيءَ مان بيهوش ٿي ڪري پيو. ٿوري دير بيهوش رهيو جڏهن هوش آيس تڏهن خوشيءَ مان روئڻ لڳو. حضور صلى الله عليه وسلم اُن کي سيني سان لڳايو. سيني سان لڳائڻ سان بلال رضي الله عنه کي جيڪي فيض حاصل ٿيا، انهن کي ڪير نٿو سمجهي سگهي پر انهن جي وضاحت چند مثالن سان ڪري سگهجي ٿي. هي سمجهو تہ هڪ ٽامون هو جيڪو اڪسير کي چنبڙي ويو يا ڪو مُفلس ۽ مسڪين هو، اوچتو اُن جو پير پرپور خزاني تي پئجي ويو يا اڌ مئل مڇي هئي جيڪا سمنڊ ۾ پهچي وئي يا ڪو ڀٽڪيل قافلو هو جنهن

کي رستو ملي ويو. پوءِ حضور ﷺ اُن سان اهڙيون موثر ڳالهيون فرمايون جيڪي رات سان ڪيون وڃن ته اها روشن ٿي وڃي. انبيائن ۽ عارفن جي صحبت ڪانسواءِ جيڪو دلين تي اثر طاري ٿيندو آهي اهو خالي ذوقي آهي. الفاظ ۾ ان جو بيان ممڪن ناهي. ڪم ڪانسواءِ جيڪو تاثير آهي ان ڪي چند مثالن سان واضح ڪجي ٿو. سج جڏهن برج حمل ۾ پهچندو آهي ته ان جي تاثير سان ميون ۾ مِٺاس پيدا ٿيندي آهي ۽ ڪجور مزيدار ٿيندي آهي. توڪي خبر آهي ته صاف پاڻي گلن ۽ ٻوٽن ۾ تازگي پيدا ڪندو آهي.

اهڙي طرح اسبابن جو وجود ۽ انهن جي اثرن جو تعلق به حڪم خداوندي جو تابع آهي، جيڪو بغير چپن ۽ منهن جي صادر ٿيندو آهي. اسبابن جو تاثير الله تعاليٰ جو فعل آهي پر عوام ان ڪي سمجهڻ ڪان قاصر آهي. جڏهن ته عوام جو عقل الله جي ذات جي معاملي ۾ انبيائن جو مقلد آهي، ان ڪري انهن جزوي مسئلن ۾ به تقليد ڪان ڪم وٺڻ گهرجي. ڏينهن جا حادثا الله تعاليٰ جو فعل آهن يا نه؟ حڪما انڪار ڪن ٿا ۽ چون ٿا ته باري تعاليٰ جي ارادي جو تعلق جيڪڏهن هن حادث سان قديم مڃيو وڃي ته ان حادث ڪي به قديم مڃڻو پوندو ۽ جيڪڏهن حادث مڃيو وڃي ته پوءِ ان حادث ۾ به اهو ئي حال پيدا ٿيندو. جنهن جو نتيجو يا ته حادث ڪي قديم مڃڻ آهي ورنه تسلسل لازم ايندو. اهي ٻئي ڳالهيون غلط آهن. انهيءَ ڪري قديم جو حادث سان تعلق بالا راده نٿو ٿي سگهي ڇاڪاڻ ته حادث ڪي حادث جو فعل مڃڻو پوندو، نه ڪي قديم جو. متڪلمين محققين ان جو جواب ڏنو ۽ فرمايو آهي ته ارادي جو حادث سان تعلق حادث آهي پر ان حادث جي لاءِ مستقل ايجاد جي ضرورت نه آهي. پر ايجاد ته ان حادث جي آهي ۽ ان جي ضمن ۾ ان تعلق جو حدوث وجود ۾ اچي وڃي ٿو. بزرگ روميؒ ان مقام تي پنهنجي منصب مطابق امتناعي تقرير ڪري مسئلي جو جواب ڏنو آهي.

## رسول الله ﷺ جن جو صديق اڪبرؓ تي ناراضگيءَ جو اظهار ڪرڻ

سيد كونين و سلطانِ جهاں
در عتاب آمد زمانی بعد ازاں

ترجمو: ”ٻنهين جهانن جو سردار شهنشاه عالم اُن ڪان پوءِ ٿوري دير جي لاءِ ڪاوڙيو.“

حضرت ابوبڪرؓ حضرت بلال ڪي فقط پنهنجي پئسن سان خريد ڪيو. تڏهن حضور ﷺ جن ڪي ناگواري ٿي ته تو اڪيلو ڇو خريد ڪيو، منهنجو تو هن ۾ حصو نه رکيو؟ حضرت ابوبڪرؓ عرض ڪيو ته مون بلالؓ ڪي آزاد ڪرڻ جي لاءِ ورتو هو. انهيءَ ڪري توهان جي اڳيان ان ڪي آزاد ڪريان ٿو ۽ توهان مون ڪي پنهنجي غلاميءَ ۾ قبول ڪريو. حضور ﷺ جن جي ذات گرامي جي فيض سان هڪ جهان برگزيده ٿي ويو. عوام خواص بنجي ويا. حضرت ابوبڪرؓ جي لاءِ خاص فيض هو. ان خصوصي فيض جو تفصيل هي آهي ته آئون (حضرت ابوبڪر رضه) جواني ۾ خواب ڏسندو هوس ته سج مون ڪي سلام ڪري ٿو ۽ ان مون ڪي زمين ڪان آسمان تي ڪنيو آهي ۽ آئون بلندي تي پهچڻ جي ڪري ان سان ڳڌ آهيان. ان وقت آئون اهو سمجهندو هوس ته اهو منهنجو دماغي خلل آهي. ڪڏهن محال جو به وقوع ٿيندو آهي پر جڏهن توهان جي صحبت جو شرف حاصل ٿيو، تڏهن مون تي پنهنجي حقيقت ڪلي ۽ توهان جي ذات منهنجي لاءِ آئيني جو ڪم ڏنو ۽ اها ڳالهه جنهن ڪي آئون محال سمجهندو هوس، هاڻي اها حاصل ٿي وئي آهي. توهان جي ديدار ڪانپوءِ معاملو ڪليو. اهو سج ته توهان جي ذات گرامي آهي ۽ هي دنيا جو سج توهان جي اڳيان هيچ آهي ۽ رڳو هي سج ئي ٻي حقيقت نه ٻنيو پر دنيا جي هر شيءِ ٻي حقيقت بنجي وئي. مون ڪي تمنا هئي ته نور ڏسان، جڏهن مون توهان جو ديدار ڪيو ته نور النور ڪي ڏٺو ۽ فقط حور ڪي ئي نه، رشڪ حور

کي بہ ڏنو، حضرت يوسفؑ جي حسن کي ڏسڻ جي تمنا هئي، توهان جي ديدار سان مون کي يوسف جو ديدار حاصل ٿي ويو.

توهان جي ديدار سان هڪ جنت نہ پر گهڻين جنتن جو ديدار ٿي ويو. آئون انهن لفظن ۾ توهان جي تعريف ڪري رهيو آهيان پر جيئن تہ اِها ڪماحقہ تعريف نہ آهي. انهيءَ ڪري منهنجي اها تعريف توهان جي فضيلتن جي اعتبار سان ناقص آهي ۽ هي منهنجي تعريف اهڙي آهي جهڙي ڌراڙ حضرت موسيٰؑ جي اڳيان الله تعاليٰ جي ڪئي هئي. ان ڌراڙ الله جي عشق ۾ الله تعاليٰ جي باري ۾ چيو هو: اي الله تعاليٰ، آئون تنهنجون جونءِ ڪيندس، توکي کير پيارينداس، تنهنجي چپل سبي توکي پارائيندس... ڌراڙ جي اها تعريف الله تعاليٰ جي شايان شان نہ هئي، پر الله تعاليٰ ان کي قبول فرمايو. اهڙي طرح توهان بہ منهنجي ناقص تعريف قبول فرمايو تہ توهان جي ڪرم کان بعيد نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ اسان جا ناقص عقل توهان جي ڪمال ۽ اوصاف تائين نٿا پهچي سگهن. عالم ملڪوت هر گمراه جي لاءِ رهنمائي ڪري ٿو ۽ ان جهان ۾ گهڻا عجائبات آهن. وحي جهڙي شيءِ جنهن سان ويچارن جي رهنمائي ٿئي ٿي اها بہ اُن عالم مان اچي ٿي. جنت ۽ پُلصراط جهڙيون عجيب شيون اُن ۾ موجود آهن. هاڻي جڏهن توهان جي ذات گرامي اُن جهان مان اچي ويئي آهي تہ قوم جي لاءِ بشارت آهي. ڇاڪاڻ تہ توهان جي آمد سيني گمراهين کي ختم ڪندي. حضورﷺ جي آمد سيني جي لاءِ باعث بشارت آهي. خاص ڪري حضرت بلالؓ ۽ ان جهڙن ٻين جي لاءِ ۽ حضرت بلالؓ کان حضورؐ ٻانگ ڏيڻ جي فرمائش ڪئي هئي. حضورﷺ جو فيض عام آهي. تون هن دنيا جي قيدخاني ۾ ڪيستائين رهندين. توهان خاموشي ڪيئن اختيار ڪري سگهو ٿا. توهان جي جسم جو هر وار دعوت جو اعلان ڪري رهيو آهي پر دشمن ايتري قدر ٻوڙو ٿي ويو آهي جو ٻڌي ئي ڪونہ ٿو ۽ چوي ٿو تہ آواز ڪٿان اچي رهيو آهي. اهو دشمن ايتري قدر انڌو ٿي ويو آهي جو نبي ان جي چهري تي گل اُجلائي رهيو آهي ۽ اهو چوي ٿو تہ هيءَ مون کي ڪهڙي شيءِ کان تڪليف پهچي رهي آهي. اِن مدبر جو مثال اُن انڌي جهڙو آهي جو حور جنهن جو هٿ پڪڙي چڪي ۽ انڌو حيران ٿي چوي تہ اها چو ستائي ٿي ۽ هينئن چوي تہ اها منهنجي هٿ ۽ جسم کي چو ٿي چڪي. آئون سمهان ٿو مون کي سمهڻ ڏي. اُن انڌي کي هي معلوم نہ آهي تہ جنهن حور جا هو خواب ڏسي ٿو اُها اها ئي حور آهي. جڏهن معلوم ٿيو تہ احڪامن جو مڪلّف بنجڻ جيتوڻيڪ نفس کي ناگوار آهي پر نفس الامر اهڙو پر لطف آهي جيئن حور هٿ پڪڙي ڇڪي تہ بلائن جو اچڻ بہ محبوبيت ۽ مقبوليت جو دليل ٿيو. انهيءَ ڪري چوندا آهن تہ آزمائش محبوبن جي ٿيندي آهي. مصيبتن ۾ مبتلا ٿيڻ عام طور تي محبوبيت جو دليل آهي پر ڪڏهن اجنبين سان بہ ڇيڙ ڇاڙ ٿيندي آهي تان تہ انهن ۾ بہ شعور برپا ٿئي.

**خدا جي مخلص ٻانهي هلالؓ جو قصو**

هيءُ شايد هلالؓ بن حارث آهي جنهن جي ڪنيت ابو الحمراء آهي، جيڪو حضورﷺ جو آزاد ڪيل غلام هو. شايد حضورﷺ جي آزاد ڪرڻ کان اڳ، ڪنهن سردار جو غلام هجي. هو سردار جي طنبيلي ۾ ملازم هو ۽ جيئن تہ اُن سردار کي بصيرت حاصل ڪونہ هئي ۽ اهو هن جو مرتبو ڪونہ سُڃاڻيندو هو هلالؓ حضرت لقمان ۽ حضرت يوسفؑ وانگر پنهنجو پاڻ کي غلاميءَ ۾ لِڪايو ويٺو هو. هو نابين هو ۽ نابين ايترو تہ ڄاڻندو آهي تہ اُن جي ڪا ماءُ آهي پر اهو تصوّر ۾ نٿو آڻي سگهي تہ اها ڪهڙي قسم جي آهي. هاڻي جيڪڏهن هو فقط ايتري قدر ڄاڻڻ تي اُن جي تعظيم ڪري تہ بہ ڪيس نجات ۽ ڇوٽڪارو حاصل ٿي وڃي. دل جي بصيرت دل جي زندگيءَ سان حاصل ٿيندي آهي.

چوں شُنیدی بعض اوصافِ بلال
بشنو اکنوں قصّۂ ضُعفِ ہلال

ترجمو: "جڏهن تو بلال رضي الله عنه جون ڪجهه وصفون ٻڌيون، هاڻي هلال رضي الله عنه جي ضعيفيءَ جو قصو بہ ٻڌ."

حضرت هلال رضي الله عنه حضرت بلال رضي الله عنه کان مجاهدي ۽ سلوڪ ۾ وڌيل هو. اُن جي حالت تو وانگر ڪونہ هئي جو تون هر دم ۽ هر گهڙي پستيءَ ڏانهن وڃي رهيو آهين، پنهنجي موتي پٽي ڪي پٽر بنائي رهيو آهين.

**موتي پٽي کي پٽر بنائڻ جي سمجهاڻي**

همچناں کاں خواجہ را مہمان رسید
خواجہ از ایامسالش پُرسید

ترجمو: "جيئن هڪ همراه وٽ مهمان اچي پهتو تہ هُن مهمان جي عمر پُڇي."

انسان کي پنهنجي مرتبي کان پوئتي هٽڻ تي بزرگ قصو ٻڌايو آهي. ميزبان مهمان کان پڇيو تہ تنهنجي عمر ڪيتري آهي؟ مهمان پنهنجي عمر 18 سالن مان گهٽائيندي گهٽائيندي ڏهہ سالن تائين پهچائي. تڏهن ميزبان چيو تہ ايئن چئو تہ آئون اجا پيدا ئي ڪونہ ٿيو آهيان.

**ان معنىٰ جي اثبات ۾ حڪايت**

آں یکے اسپے طلب کرد از امیر
گفت رو آں اسپ اشہب را بگیر

ترجمو: "هڪ شخص سردار کان هڪ گهوڙو گهريو، هن چيو: اهو اڇو گهوڙو جهلي ڪاهي وڃ!"

اُن شخص چيو تہ آئون اهو گهوڙو نٿو چاهيان. امير چيو ڇو؟ تڏهن همراه چيو تہ اهو گهوڙو اڳتي وڃڻ بجاءِ پوئتي هٽي ٿو. سردار چيو تہ تون ان جو پُڇ گهر ڏانهن ڪج گهوڙو پوئتي هٽندو، تون پنهنجي منزل تي پهچي ويندين. بزرگ روميؒ فرمائي ٿو تہ تنهنجو نفس بمنزلہ گهوڙي جي آهي ۽ اهو پوئتي هٽندڙ گهوڙي وانگر آهي ۽ ان جو پُڇ شهوت آهي، تون ان جي شهوت جو رخ دنياوي لذتن ڏانهن موڙيندين تہ پوءِ اها شهوت عقل جي رستي سان ايرندي. ان جو مثال هي آهي تہ وڻ جي هڪڙي ٽاري ڪاٽي ويندي آهي تہ اُن جي طاقت ٻيءَ ٽاري ۾ نمودار ٿيندي آهي. جڏهن تون نفس جي پُڇ يعني شهوت کي آخرت ڏانهن ڪندين تہ اهو پوئتي هٽندي هٽندي محفوظ مقام تي پهچي ويندو. اهي ماڻهو قابل مبارڪباد آهن جن جا پاڪ نفس اعلىٰ مرتبا طئي ڪندا اڳتي وڃن پيا. حضرت موسىٰ عليه السلام حضرت خضر عليه السلام جي ملاقات جي سلسلي ۾ فرمايو هو تہ لَآ اَبۡرَحُ حَتّٰۤى اَبۡلُغَ مَجۡمَعَ الۡبَحۡرَيۡنِ اَوۡ اَمۡضِىَ حُقُبًا ۝ (الڪهف:60) "جيستائين آئون ٻن دريائن جي ملڻ جي جاءِ تي نہ پهچان پنهنجي ارادي کان باز نہ ايندس اهڙي طرح سالن جا سال هلندو رهندس."

جڏهن تہ ان جي جسماني، همت جو سير اهو هو، جو ست سئو سالن جي مسافت طئي ڪيائين. ظاهر آهي پوءِ تہ روح جو سير لامحالہ جنت جي اعلىٰ مقامن تائين هوندو.

**ان معنىٰ جي اثبات ۾ حڪايت**

آں چناں کہ کاروانی می رسید
در دہے آمد درے را باز دید

ترجمو: "هڪ قافلو اچي رهيو هو، جيئن ئي هڪ ڳوٺ ۾ آيا تہ هڪڙو دروازو کليل ڏٺائون."

هڪڙي شخص چيو تہ هن سياري ۾ هتي چند ڏينهن سامان رکجي. سياري جي چاليهي ۾ ست ڏينهن سخت سيءُ

هوندو آهي جنهن کي بردالعجوز چوندا آهن. ڳوٺ وارن هڪلون ڏينديي ڪين ڇيو تہ سامان ڳوٺ کان ٻاهر ڇڏي هٿين خالي اندر اچي سگهو ٿا. ظاهر آهي تہ جن ماڻهن کي مال جي محبت هوندي، اهي سامان ڇڏي ڳوٺ اندر آرام جي جڳهہ ڪونہ بنائيندا. بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ مقام قرب بہ هڪ بلند مجلس آهي، اُن ۾ بہ سامان ٻاهر اُڇلي پوءِ پهچي سگهجي ٿو.

**هلال رضي الله عنه جي قصي ڏانهن رجوع**

بُد هلال استاد دِل جاں روشنی
سائس و بندہ امیر مؤمنے

ترجمو: ”هلال جي دل استاد هئي ۽ روح نوراني هو، هو هڪ مسلمان سردار جو ملازم ۽ غلام هو.“

هلال رضي الله عنه دل جو استاد هو يعني اُن جي دل سلوڪ جي طريقي جي استاد هئي ۽ روح روشن هو. اهو هلال رضي الله عنه اُن سردار جي غلامي ڪندو هو ۽ اُن جي طنبيلي ۾ خدمت ڪندو هو. نالي جو غلام هو پر حقيقت ۾ بادشاهہ هو. هو جهڙي طرح گهوڙي جو سوار هو اهڙي طرح پنهنجي نفس جو بہ مصلح هو. ڇاڪاڻ تہ ان جو مرتبو گهڻن انسانن کان وڌيل هو. جهڙي طرح شيطان حضرت آدم عليه السلام جي فقط ظاهر کي ڏٺو، اهڙي طرح اُن سردار جي نظر بہ فقط حضرت هلال رضي الله عنه جي ظاهر تي هئي. جسماني احوالن کي ڏسندو هو اصل ۽ روح کي ڪونہ ڏسندو هو. جسماني احوال تہ ظاهر ٿيندا آهن پر دين جو نور پوشيده هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ ظاهر بينن هر نبيءَ سان اهو ئي معاملو ڪيو جو ظاهر کي ڏٺائون ۽ باطن تي نظر نہ ڪيائون. حقيقت تائين پهچڻ ۾ افسانن جا ڪئين قسم آهن، انهن افسانن کي بزرگ هن طرح سمجهايو آهي تہ هڪڙو منارو آهي اُن تي پکي ويٺو آهي. اُن پکيءَ جي ڇهنب ۾ هڪ وار آهي جيڪو ان جي لاءِ مدار حيات آهي. ڪجهہ ماڻهو تہ اهڙا آهن جن جي نظر اُن سڄي پکي تي پوي ٿي، ڪجهہ اهڙا آهن جيڪي مناري سان گڏ پکي کي بہ ڏسن ٿا. ڪي وري اهڙا آهن جيڪي مناري کي ۽ پکيءَ جي ڇهنب ۾ وار کي بہ ڏسن ٿا. انسان جي جسم جو مثال مناري وانگر آهي، علم ۽ عبادت پکي وانگر آهن ۽ انسان جي نور باطن جو مثال ان وار وانگر آهي جيڪو پکيءَ جي ڇهنب ۾ آهي. اوسط درجي جو انسان فقط پکي ڏسڻ وارو آهي. پکيءَ جي اڳيان ۽ پويان ڪجهہ نٿو ڏسي. اوسط درجي جو انسان اهو شخص آهي جيڪو جسم سان گڏ انسان جي علم ۽ عمل کي بہ ڏسندو آهي. ٽيون اهو شخص آهي جنهن جي نظر انسان جي نورِ باطن تي بہ پوي ٿي. اُن جو علم ۽ عمل عارضي نہ آهي جو ڇٽجي تہ ڪنهن کان ورتل آهي.

**هلال رضي الله عنه جي بيماريءَ کان آقا جي لاعلمي ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن جو دل جُوئيءَ لاءِ وٽس هلي وڃڻ**

از قضا رنجور و ناخوش شد هلال
مصطفیٰ را وحی شد غمازِ حال

ترجمو: ”قسمت سان هلال رضي الله عنه بيمار ٿي پيو، مصطفيٰ جي لاءِ وحي حال جي مخبر بنجي ويئي.“

حضرت هلال رضي الله عنه بيمار ٿيو. حضور صلي الله عليه وسلم جن کي وحي جي ذريعي اُن جي بيماريءَ جو پتو پيو. جيئن تہ آقا وٽ ان جو ڪو قدر ڪونہ هو انهيءَ ڪري هُن جي بيماريءَ کان بي خبر رهيو ۽ نون ڏينهن تائين هلال رضي الله عنه گهوڙن جي طنبيلي ۾ پيو هو. حضرت هلال رضي الله عنه جي بيماريءَ جو حال حضور جن کي وحي جي ذريعي معلوم ٿي سگهيو، ڇاڪاڻ تہ اُن جي بيماري عقلي نہ هئي. منقولات جو علم وحي جي ذريعي ئي ٿي سگهي ٿو. جڏهن حضور صلي الله عليه وسلم کي اُن جي بيماريءَ جو علم ٿيو تڏهن پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم عيادت جي لاءِ وٽس هلي ويا. حضور صلي الله عليه وسلم خورشيد وحي جي

روشنيءَ ۾ هليا پئي ۽ صحابي ستارن وانگر پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هئا. حضور فرمايو آهي ته اَصۡحَابِیۡ کَالنُّجُوۡمِ بِاَیِّهِمۡ اِقۡتَدَیۡتُمۡ اِهۡتَدَیۡتُمۡ "منهنجا صحابي ستارن وانگر آهن توهان جنهن جي پيروي ڪندؤ هدايت لهندؤ."

حضور ﷺ جي اچڻ جو اطلاع سردار کي ڏنو ويو، تڏهن اهو بي قابو ٿي ويو. جڏهن خوشخبري ڏيڻ واري اُن سردار کي حضور ﷺ جي اچڻ جو ٻڌايو ته هو ماڙيءَ تان هيٺ آيو ۽ خوش خبري ڏيڻ واري تي قربان ٿيڻ لڳو. ان هيٺ اچي حضور جي قدم بوسي ڪئي ۽ سلام ورايو. هو خوشيءَ جي ڪري گُلاب جي گل وانگر ٽڙڻ لڳو. ان عرض ڪيو ته منهنجي گهر هلو. اهو منهنجو گهر پنهنجي آسمان تي فوقيت جي ڪري زبان حال سان ٻڌائيندو ته اڄ مون ان ذات کي ڏٺو آهي جيڪا ڪائنات جي وجود جو مدار آهي. حضور ﷺ عتاب جي ڪري فرمايو ته تون اچڻ جو اصل سبب معلوم ڪر ته جيئن تو کي حضرت هلال رضي الله عنه جي بيماري جو علم ٿي وڃي ڇاڪاڻ ته آئون تنهنجي لاءِ نه آيو آهيان.

حضرت هلال رضي الله عنه مرتبي جي بلندي جي ڪري عرش جو چنڊ آهي ۽ عاجزي جي ڪري فرش آهي. اي عرفي! چنڊ بيمار ٿي ڪري هلال بڻجي ويندو آهي پر اُن هلال رضي الله عنه جي بيماري قابلِ تعجب آهي جنهن تي چوڏهينءَ جو چنڊ قربان آهي. ان سردار چيو ته حضرت هلال رضي الله عنه جي بيماريءَ جو ته مون کي علم نه آهي ها، البت اهو چند ڏينهن کان مون کي نظر نٿو اچي.

### مزاج پرسيءَ لاءِ مصطفيٰ ﷺ جن جو سردار جي طنبيلي ۾ وڃڻ ۽ هلال کي نوازڻ

رفت پیغمبر برغبت بہر او
اندر آخر آمد و اندر جستجو

ترجمو: "حضور ﷺ خوشيءَ سان ان لاءِ روانا ٿيا، ڳولا ڪندا طنبيلي ۾ پهتا."

مطلب ته حضرت هلال رضي الله عنه جي ملاقات لاءِ پاڻ سڳورا اتي ويا. طنبيلي ۾ اونداهه ۽ گندگي هئي پر حضور ﷺ جن جا انوار سيني تي غالب اچي ويا. حضرت هلال رضي الله عنه حضور جي خوشبوءَ کي اهڙي طرح محسوس ڪيو جهڙي طرح حضرت يعقوب عليه السلام حضرت يوسف عليه السلام جي خوشبوءَ کي محسوس ڪيو هو. ايمان آڻڻ لاءِ معجزه موثر قريب آهن پر ايمان آڻڻ وارو جيڪڏهن نبي جو هم جنس آهي ته اهو نبيءَ جي صفتن کي جذب ڪندو آهي. ايمان جو قريبي سبب جنسيت جي بوءِ آهي. نبي جي معجزن سان فقط دشمن عاجز ٿي ويندو آهي، پر اُن جو ايمان آڻڻ لازمي نه آهي، جيڪو عاجز مغلوب هجي ان جي دل ۾ دوستي پيدا نٿي ٿئي. حضور ﷺ جن جي خوشبوءَ سان هلال جاڳي پيو. حضرت هلال رضي الله عنه کي جانورن جي پيرن مان حضور ﷺ جن جي دامن جي جهلڪ نظر آئي ته هو گسڪندو حضور ڏانهن وڌيو ۽ قدم بوسي جي لاءِ پيرن تي منهن رکيائين. حضور ﷺ ان جي منهن کي پيرن کان هٽائي، محبت ۾ پنهنجو منهن ان جي منهن تي رکيو ۽ اکين ۽ مٿي کي چميون ڏنيون. حضور ﷺ حضرت هلال رضي الله عنه کي فرمايو ته تون عرشي آهين، دنيا ۾ مسافر آهين، تنهنجي طبيعت ڪيئن آهي؟ حضرت هلال رضي الله عنه عرض ڪيو ته آئون هن وقت ايئن خوش آهيان جيئن اهو شخص جنهن جي رات ۾ ننڊ اُڏامي وڃي ۽ هو سج اڀرڻ جو انتظار ڪندو هجي ۽ پوءِ اوچتو ان جي منهن تي ٽڙڪو پوي يا اهو اُڃايل جيڪو اڃ جي تڪليف جي ڪري گندگي چوسي رهيو هجي ۽ اوچتو پاڻي جو ايتريقدر سيلاب اچي جو هو ان ۾ ترڻ لڳي.

### حضور ﷺ جو حضرت عيسيٰ عليه السلام جي يقين جي باري ۾ ڪجھ چوڻ

هيءَ حديث احياء العلوم جي شرح زبيدي ۾ منقول آهي. محدث عراقي رحمة الله عليه فرمايو ته اها حديث منڪر آهي، ان جا راوي غير ثقه آهن. صحيح حديث هي آهي ته حوارين حضرت عيسيٰ کي عرض ڪيو ته توهان پاڻي تي ڪهڙي طرح هلو ٿا؟ هُن فرمايو ته ايمان ۽ يقين جي ذريعي. تڏهن حوارين چيو ته ايمان ۽ يقين ته اسان کي به حاصل آهي،

تڏهن حضرت عيسيٰ فرمايو تہ توهان بہ پاڻي تي هلو. جڏهن اهي هلڻ لڳا تہ ٻڏڻ لڳا. حضرت عيسيٰ فرمايو تہ هي ڇا ٿيو؟ تڏهن انهن جواب ڏنو تہ جڏهن ڇولي آئي تہ اسين ڊڄي وياسون. حضرت عيسيٰ فرمايو تہ توهان ڇوليءَ کان ڊنا ڇوليءَ جي رب کان ڇو نہ ڊنا؟ پوءِ کين پاڻيءَ مان ٻاهر ڪڍيائين. يقين مان مراد توڪل علي الله جو مرتبو آهي. ايماني يقينيت مراد نہ آهي. زماني جي حادثن ۾ جيڪڏهن انسان هڪ پهلوءَ تي يقين ڄمائي ٿو تہ ٻئي پهلو تي احتمال بہ ان جي ذهن ۾ نہ هجي تہ عادت الله هيءَ آهي تہ ان جي يقين مطابق وقوع عمل ۾ ايندو آهي پر اها شيءِ ڪمال نبوت سان متعلق نہ آهي ۽ نہ ڪمال ولايت سان آهي.

همچو عيسیٰؑ برسرش گيرد فرات
کايمنی از غرقه در آب حيات

ترجمو: ”حضرت عيسيٰ وانگر فرات انهن ڪي مٿي ڪنيو وٺي، تون آب حيات ۾ هجڻ ڪري ٻڏڻ کان محفوظ آهين.“

حضور عليہ الصلوٰة والسلام معراج واري رات ۾ براق تي سوار هئا ۽ براق هوا تي هلي رهيو هو. ان رات ۾ پاڻ سڀ سڳورن ڪي ملائڪن جي ۽ الله تعاليٰ جي صحبت ميسر ٿي. حضرت هلال رضي الله عنہ پنهنجي لاءِ ٽيون مثال بيان ڪيو تہ آئون پهريان بمنزلہ ڪُتي جي هيس، حضور جي زيارت سان شينهن بڻجي ويس. حضرت هلال رضي الله عنہ پنهنجو چوٿون مثال بيان ڪيو تہ آئون پهريان انڌي نانگ وانگر هوس جيڪو زمين تي پيٽ ڀر هلي ٿو. هاڻي اک کلي تہ باغ بهاري ۾ آهيان. فنا کان پوءِ بقا جو مقام اچي ٿو، جنهن ڪي حياتستان سان تعبير ڪيو ويندو آهي. سالڪ تي جيڪي ڪيفيتون طاري ٿينديون آهن، انهن جو ذڪر ڪري ٿو. هاديءَ ڪامل مادي وصفن کان پاڪ ٿي چڪو آهي. سالڪ جيستائين ابتدائي ڪيفيتن ۾ هوندو آهي تہ ان جي مقصود حقيقي جي طلب مناسب نہ آهي. ان ڪي عارف ڪامل چوندو آهي اڃان تون هن حالت ۾ نہ آهين جو مقصد تائين پهچي سگهين ۽ تنهنجي حالت ان ناپاڪ جهڙي آهي جنهن ڪي قرآن پڙهڻ جي منع آهي. سالڪ عرض ڪندو آهي تہ ڪيفيتن جي نفي هجي يا نہ هجي، جيڪڏهن آئون مقصد حاصل نہ ڪريان تہ ٻيو ڇا ڪريان. توهان چئو ٿا تہ غسل ڪانسواءِ قرآن نہ پڙهان يعني جيستائين اوصاف بشري جو ازالو نہ ٿئي تيستائين مقصد تائين پهچڻ جي ڪوشش نہ ڪريان. حالانڪ مقصد تائين پهچڻ تي ئي بشري صفتن جي نفي ٿيندي. هي تہ ائين آهي، جيئن ڪو ناپاڪ ڪي چوي تہ پاڪائي ڪانسواءِ حوض مان پاڻي پرڻ لاءِ وڃ. جيڪڏهن اهو نہ وڃي تہ پاڪ ڪيئن ٿيندو. انهي ڪري حوض جي ٻاهران تہ مٽي آهي پاڻي تہ نہ آهي ۽ پاڪائي پاڻيءَ سان حاصل ٿيندي. هاديءَ ڪامل جي طرفان جواب آهي تہ منهنجو اهو مقصد نہ هو جيڪو تو سمجهيو آهي پر مقصد هي هو تہ اوصاف بشري ڪي مقصود باالذات نہ بناءِ. نجاست تہ انهن ڪي مقصد بنائڻ آهي، ورنہ ظاهر آهي تہ پاڻي جي ذريعي ئي پليدي دور ٿي سگهندي. مقصد تي پهچي ڪري ئي صفات بشري جي نفي ٿيندي. پاڻي جو ڪرم آهي جو ناپاڪن ڪي قبول ڪري ٿو ۽ پاڪ ڪري ٿو. هتي ٻڌائڻ هي مقصد آهي تہ تربيت درجہ بہ درجہ هجڻ گهرجي. سالڪ جي تڪڙ ۽ تقاضا نقصانڪار آهي. اهو وقت ڪانپوءِ شيخ بڻجي ويندو آهي.

ضياءُ الحق تنهنجو نور چمڙن کان تنهنجو محافظ آهي. اهو نور انهي ڪي انڌو بنائي ڇڏيندو آهي. مطلب تہ تنهنجا مخالف چمڙن وانگر آهن. سج جي لاءِ ان جو نور پردو آهي. جنهن جي ڪري رات ۽ چمڙا نور کان محروم آهن. ضياءَ الحق جي نور کان ڪجھ تہ اهي محروم آهن جن ۾ صلاحيت آهي پر اهي توجہ نٿا ڪن جيئن چمڙا وغيره ۽ ڪجھ اهي آهن جن ۾ صلاحيت ئي نہ آهي جيئن رات جو صلاحيت هجڻ باوجود چمڙو محروم آهي ۽ رات هن ڪري محروم آهي تہ ان ۾ صلاحيت گم آهي. جڏهن تو هلال رضي الله عنہ جو ٿورو قصو بيان ڪيو آهي تہ هاڻي چوڏهين جي چنڊ جو قصو بہ گفتگوءَ ۾ آڻ.

طالب ۽ مطلوب ۾ اتحاد آهي اهي ٻيائي، دُوئي ۽ فساد کان پري آهن. ان تشبيهه سان مغالطي ۾ نه پوڻ گهرجي. هلال رضي الله عنه يعني مريد ۾ ظاهري ڪمي آهي. ان جو باطن آهستي آهستي مڪمل ٿي رهيو آهي. اهو بدر يعني هاديءَ ڪامل هلال رضي الله عنه يعني مريد کي هر رات ۾ تعليم ۽ تربيت جي ذريعي آهستي آهستي مڪمل ڪري رهيو آهي. تدريجي ترقي جي باري ۾ بزرگ رومي سمجهائي ٿو ته سلوڪ ۾ جلد بازي مناسب نه آهي. ماڙيءَ تي چاڙهي جون ڏاڪڻيون طئي ڪري ئي پهچي سگهجي ٿو. صحيح طريقي سان ديڳ ٽانڊن جي مچ تي تيار ٿيندي. تيز مچ ۾ سڙي ويندي آهي. آهستگي خدا جي صفت آهي، انهي ڪري قدرت جي باوجود ان آسمانن کي ڇهن ڏينهن ۾ پيدا فرمايو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ فِيْ سِتَّةِ اَيَّامٍ (الاعراف:54) آسمانن ۽ زمين کي ڇهن ۾ ڏينهن ۾ پيدا ڪيائين. ٻي جاءِ تي قرآن ۾ آهي ته: وَاِنَّ يَوْمًا عِنْدَ رَبِّكَ كَاَلْفِ سَنَةٍ مِّمَّا تَعُدُّوْنَ (الحج:47) يعني الله تعاليٰ وٽ هڪ ڏينهن هڪ هزار سالن جو آهي. الله تعاليٰ ٻار کي ٻه هڪ منٽ ۾ پيدا ڪري سگهي ٿو، پر سنت الاهي هي آهي ته نون مهينن بعد ان جي پيدائش ٿيندي آهي. حضرت آدم عليه السلام جي پيدائش جي تڪميل ٻه چاليهن ڏينهن ۾ ٿي ۽ هر ڏينهن هڪ هزار سال جو هو. سالڪ کي هي نه جڳائي جو جلدبازي ڪري ۽ وقت کان اڳ شيخ بنجي ويهي رهي. ڪدوءَ جي ول گهڻو جلد پڪڙي ويندي آهي. ان صورت ۾ سالڪ کي مجاهدن جي نوبت نٿي اچي. ڪدوءَ جي ول ٻئي جي سهاري تي پڪڙندي آهي. ٻئي جي سهارې ترقي ٿي ويندي آهي پر اها پائيدار نه هوندي ۽ اهو رنگ جلدي لهي ويندو آهي.

### پنهنجي ڪوجهي ڇهري تي پائوڊر مليندڙ پوڙهي عورت جو قصو

بود کم پیرے نود سالہ کلاں
پُر تشنج روئی و رنگش زعفراں

ترجمو: ”هڪڙي نوي سالن جي پوڙهي هئي (جنهنجو) چهرو گهنجيل ۽ رنگ زرد هو.“

پوڙهيءَ جي ڇهري جي کل ۾ پيري جي ڪري ڪڏون پئجي ويون هيون، پوڙهيءَ جي خواهش هئي ته ڪو مڙس ڪري. پيري جي ڪري هُن جا ڏند ڪري پيا هئا. وار ڪير جهڙا اڇا ٿي ويا هوسِ ۽ بدن ڪبو ٿي ويو هوس ۽ حواسن ۾ تغيّر اچي ويو هوس. مڙس ته گهريائين ٿي پر سندس حالت اهڙي نه هئي جو اُن سان ڪو نڪاح ڪرڻ تي راضي ٿي سگهي. مطلب ته ان پوڙهيءَ جي خواهش بي معنيٰ هئي. ان پوڙهيءَ جو مثال اُن شخص جهڙو آهي جنهن کي جنگ جي ميدان ۾ وڃڻ جو شوق هجي پر ان وٽ نه گهوڙو هجي نه ڪيس پير هجن يا ڪنهن کي وات سان باجي وڄائڻ جو شوق هجي پر ان کي چپ نه هجن ۽ نه وري ان وٽ بانسري هجي. اهڙو کُهلو حرص خدا دشمن کي به نه ڏي. ڪتو به ڏند ڀڄڻ ڪانپوءِ انسانن کي ڏاڙهڻ ڇڏي ڏيندو آهي ۽ پنهنجي غذا چيٽن کي بنائيندو آهي پر انسان جو هي حال آهي ته جيئن پوڙهو ٿيندو آهي ته حرص وڌندو آهي. پيريءَ ۾ ڪتي جا وار ڇڻندا آهن پر انسان جي حرص جو هي حال آهي ته پيريءَ ۾ به اطلس (ريشمي ڪپڙي جو قسم) پائي ٿو. جيڪا عمر گناهن ۾ بسر ٿي اها دوزخ جو سرمايو آهي ۽ عذاب جي ملائڪن جو ڪاميلو (جانور ڪهڻ جي جاءِ) آهي. هن سياه ڪار (بزرگ رومي رحمه الله) کي جڏهن وڏي ڄمار جي دعا ملندي آهي تڏهن خوش ٿيندو آهي ۽ هي نٿو سمجهي، ته اها وڏيڪ عذاب جي دعا آهي. گنهگار لاءِ عمر درازيءَ جي دعا، دعا نه آهي پر ان جي لاءِ بددعا آهي. جيڪڏهن ان کي آخرت جو ڪجهه به خيال هجي ته ان کي بد دعا سمجهي ۽ دعا ڏيڻ واري کي چوي ته اهڙي وڏي عمر تو کي نصيب ٿئي.

### گيلانيءَ کي دعا ڏيندڙ فقير جو قصو

هِن قصي جو خلاصو هي آهي ته فقير وطن واپسيءَ جي دعا کي دعا سمجهيو پر سردار جيئن ته وطن وارن کان تنگ ٿي نڪتو هو تنهن ڪري هُن دعا کي بددعا سمجهيو.

گفت یک روزے بخواجہ گیلئے
نان پرستے نر گذار نیلئے

ترجمو: ”هڪڙي ڏينهن هڪ ٿلهي متاري پينو فقير گيلاني شخص کي چيو...“

مون کي ماني کاراءِ، آئون توکي دعا ڏيندس. جڏهن فقير ماني کائي ورتي ته هن فقيرن جي عام دستور مطابق خيريت سان وطن واپسيءَ جي دعا ڪئي. گيلاني سردار جيئن ته وطن مان ناخوش هو، سو هُن فقير کي ڪاوڙ مان چيو ته خدا توکي ان وطن ۾ پهچائي. جهڙي طرح فقير جي دعا کي ان سردار سئو نه سمجهيو، اهڙي طرح بزرگن جي ڳالھ کي پست فطرت ماڻهو پست معنيٰ تي معمول ڪندا آهن. نتيجي ۾ اهي بزرگ انهن ٻڌندڙن جي لاءِ ناگوار ڳالهيون ڪرڻ تي مجبور ٿي ويندا آهن. مقرّر کي سامعين (ٻڌندڙن) جي عقل مطابق ڳالهائڻ گهرجي، جيئن درزي ڪپڙا سبرائڻ واري جي قد مطابق ڪپڙو ڪٽيندو آهي، مجلس ۾ عام طور تي عوام هوندو آهي، ان جي روبرو لامحاله پست ڪلام ڪرڻو پوندو آهي.

**ان پوڙهيءَ جي ڳالھ ڏانهن رجوع ڪرڻ**

چوں مُسن گشت ودرین رہ نیست مرد
تو بنہ نامش عجوز سالخورد

ترجمو: ”جڏهن ڪا (عورت) پوڙهي ٿي وڃي ۽ اُن جو مڙس نه هجي ته تون ان جو نالو ڪُراڙي رکي ڇڏ.“

بزرگ روميؒ وري حريص پوڙهن جو ذڪر شروع ڪيو آهي، ان پوڙهيءَ جو هي حال آهي ته سندس زندگي جو سرمايو ختم ٿي ويو آهي، ڪو نيڪ ڪم نه ڪيائين جنهن سان سندس مقبوليت ٿئي ۽ مرتبو بلند ٿئي ۽ منجهس نه افادي جي صلاحيت ۽ نه استفادي جي. نه منجهس ڪا خوبي آهي ۽ نه اها خوبي جي طالب آهي ۽ نه وٽس حق گوئي جي زبان آهي نه حق ٻڌڻ جا ڪن آهن، نه حق فهم عقل آهي ۽ نه حق بين نظر آهي، نه ان ۾ صحو آهي نه سفر آهي ۽ نه الله جي آيتن ۾ غور فڪر جي جستجو آهي، نه ان ۾ طالب جو نياز آهي، نه صاحب ڪمال جو ناز ۽ نه هُن سلوڪ جي راھ طئي ڪئي، نه ان جا پير هليا ۽ نه ان ۾ راھ سلوڪ جو عزم آهي نه محبت جي گرمي آهي ۽ نه محبت جو سوز و گداز.

**ان فقير جو قصو جنهن گهر ڌڻين کان جڏهن بہ ڪا شيءِ طلبي ٿي ته هُنن چيو: ”ڪانهي!**

سائلے آمد بسوئے خانۂ
خشک نانے خواست یا تر نانۂ

ترجمو: ”هڪ سوالي سڪل يا تازي مانيءَ جي لاءِ صدا هنئي...“

گهر ڌڻيءَ چيو ته هتي ماني ڪٿي آهي؟ تون چريو آهين، هتي ڪو حلوائي جو دڪان ته ڪونهي؟ سائل چيو ماني نه آهي ته چربيءَ جو ٽڪرو ڏي. گهر ڌڻيءَ چيو هيءُ ڪاسائي جو دڪان نه آهي؟ سوالي چيو ته پوءِ پلا اٽي جي لپ ته ڏي. گهر ڌڻيءَ چيو ته تون هي چڪي سمجهين ٿو ڇا؟ سواليءَ چيو پيئڻ جي ٿانو ۾ ڪجھ پاڻي ڏي. گهر جي مالڪ چيو هي شاخ يا پاڻي ءَ جو تڙ ته نه آهي. مطلب ته سوالي جيڪي ڪجھ گهريو ٿي، مالڪ ان جو مذاق اڏايو پئي. اهو فقير اندر گهڙي ويو ۽ قميص مٿي ڪٽي هنگڻ جي ارادي سان گهر ۾ ويهي رهيو. ان تي گهر مالڪ دانهون ڪرڻ لڳو ته چريا منهنجو گهر خراب نه ڪر، سائل چيو: جڏهن هن گهر ۾ زندگي جو ڪو ذريعو نه آهي ته پوءِ اهڙي ويران جاءِ ان جي قابل آهي ته ان ۾ پائخانو ڪيو وڃي.

هاڻي رومي بزرگ ڪمالات کان خالي هجڻ جو بيان شروع ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته تون اهڙو باز به نه آهين جنهن بادشاه جي هٿ تي ويهي شڪار جهلڻ سکيو هجي، تو ۾ ڪو ظاهري حسن به نه آهي. طوطي کي جڏهن ڪنڊ ڪارائيندا آهن ته گهڻو ڳالهائيندو آهي. بلبل آه زاري ۾ باغ اندر گلن سان همنوائي ڪندي آهي. هد هد پکي حضرت سليمانؑ جي پيغامبري ڪئي هئي. روهاڪي پکي هر موسم ۾ پنهنجي لاءِ بهترين وطن ڳولي لهندو آهي. سياري ۾ هندستان ۽ سنڌ ۾ ايندو آهي ۽ بهار جي موسم ۾ ترڪستان هليو ويندو آهي. جڏهن تون ڪمالن کان خالي آهين ته ماڻهو تنهنجا گراهڪ ڇو بڻجن؟ جڏهن تو ۾ ڪو ڪمال نه آهي ته تون پنهنجي بناوٽي ڳالهين کي ڇڏي الله ڏانهن رجوع ڪر. اتي مقبوليت جي لاءِ ڪمال جي ضرورت نه آهي. تنهنجو اوڏانهن رجوع ڪرڻ مقبوليت جي لاءِ ڪافي آهي. الله تعاليٰ کوٽني کي به خريد ڪندو آهي، ڇاڪاڻ ته ان جي منشا نفعو ڪمائڻ نه آهي. اتي نفعي جو معاملو فقط هن بناء تي آهي ته هو ڪريم آهي تون مايوس نه ٿي. ان جون مهربانيون گهٽيون آهن. في الحال آئون پوڙهيءَ جي قصي ڏانهن واپس موٽان ٿو ڇاڪاڻ ته ان ۾ ڏاهپ جي نقطن جي انتها نه آهي.

**پوڙهيءَ جي قصي ڏانهن واپسي**

بود در همسایه اش سور عجب
کرده بودند از قضا اورا طلب

ترجمو: ”ان پوڙهيءَ جي پاڙي ۾ هڪ ٻي پوڙهيءَ جي شادي ٿيڻي هئي جنهن ۾ هن کي به سڏيو هئائون.“

جڏهن پوڙهي شادي لاءِ تيار ٿي ته پنهنجن اڇن وارن کي خوب ڪارو ڪيائين. پنهنجي منهن جي اڳيان آرسي رکي سهڻي نموني سان پرن کي ڪمان وانگر بيهاريائين. پنهنجي منهن تي پائوڊر لڳايائين پر پيريءَ جا نشان وڌيڪ نه لڪا. قرآن پاڪ جي آيتن وانگر پنهنجي چهري کي سنهري بنايائين. منهن کي سنهري ان ڪري ڪري رهي هئي ته پيريءَ جا نشان مٽجي وڃن. منهن کي چادر کان ڍڪيائين ٿي پر ڍڪيو نٿي ۽ چادر ڪري ٿي پئي. پوڙهي همٿ ڪري ٻيو دفعو ويڙهي ٿي. جڏهن تدبيرون ڪيائين پر پيريءَ جي نشانن ۽ چهري جي ڏارن تي ميڪ اپ نه بيٺو تڏهن شيطان تي لعنتون موڪلڻ لڳي. شيطان مجسم بڻجي ڪري ان جي اڳيان آيو. شيطان چيو تنهنجو چهرو سڪل گوشت جهڙو آهي تو بدڪار ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کي اٿين ڪندي نه ڏٺو آهي. مون سڄي عمر اهڙي خباثت نه سوچي آهي. توڪان سواءِ ڪنهن کي اهڙي حرڪت ڪندي نه ڏٺو آهي. تو دنيا ۾ عجيب برائي جو ٻج پوکيو آهي. تو قرآن جي سونهري اکرن وانگر چهري کي بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته جيئن تنهنجو چهرو صوف وانگر رنگين ٿي وڃي. اي خراب پوڙهي مون کي ڇڏي ڏي!

بزرگ رومي حڪايت جي مقصد ڏانهن متوجه ٿئي ٿو ۽ چوي ٿو ته اي بناوٽي شيخ، تون ڪيستائين بزرگن جي ڳالهين کي چورائي ماڻهن کان واه واه حاصل ڪندين. اهو فرضي رنگ حقيقي رنگ نه ٿيندو. ڪاوڙ تي ٻڌل تاري اصلي تاري وارو ڪم نه ڪندي. جڏهن تون موت جي چادر ڍڪيندين تڏهن اهو پوڙهي وانگر هترادو لڳايل ميڪ اپ لهي ويندو. جڏهن وڃڻ جو وقت ايندو اهي فرضي قصا سڀ ختم ٿي ويندا. خاموشي جو جهان اڳي ويندو. هي حڪم ٿيندو ته رب العالمين اڳيان بيهو. ان شخص تي افسوس آهي جنهن کي خدا سان انس ۽ محبت ڪانه هئي. الله سان محبت پيدا ڪرڻ جو طريقو هي آهي ته مجاهدن جي ذريعي دل کي مانجي ته پوءِ ان ۾ اسرار ظاهر ٿيندا ۽ تنهنجي دل تنهنجي لاءِ دفتر ۽ ڪتاب جو ڪم ڏيندي. جڏهن حضرت يوسفؑ جي پاڇي سان زليخان جوان ٿي سگهي ٿي ته تنهنجي سيني ۾ به انوار الاهي پيدا ٿيندا ۽ تون هينئر پوڙهي وانگر آهين پوءِ جوان بڻجي ويندين. جهڙي طرح سردي سج جي اثر سان گرمي ۾ تبديل ٿي ويندي آهي اهڙي طرح تنهنجي اندر تبديلي ٿي ويندي. حضرت بيبي

مريم جي تاثير سان سڪل کجور ميوو ڏيڻ لڳي هئي، اهڙي طرح تنهنجي اندر تبديلي ٿي ويندي. انسان کي گذريل گناهن کان مايوس ٿي ايندڙ احوالن جي اصلاح کي ترڪ نہ ڪرڻ گهرجي. گذريل کي قطع نظر ڪري اصلاح حال ۾ لڳي وڃڻ گهرجي. اڳ ۾ تو جيڪي فرضي ڳالهيون ڪيون اهي ڪنهن بہ طرح مفيد نہ ٿينديون هاڻي صحيح حالات پيدا ڪر.

**اُن مريض جي حڪايت جنهن جي صحتياب ٿيڻ جو آسرو نہ هو**

*آں يکے رنجور شُد سوی طبيب*

*گفت نبضم را فروبيں اے لبيب*

ترجمو: ”هڪ مريض ڊاڪٽر وٽ پهتو ۽ کيس چيائين تہ اي عقلمند ! منهنجي نبض کي غور سان ڏس...“

تون نبض سان دل جي حالت کان واقف ٿي ويندين ڇاڪاڻ تہ هٿ جون نسون دل سان ڳنڍيل آهن، دل جي حالت نبض سان معلوم ڪر، نبض واري نس دل سان ڳنڍيل آهي.

دل نظرن کان غائب آهي، جيڪڏهن ان جي حالت سمجهڻ جي لاءِ ڪنهن مثال جي ضرورت آهي تہ نبض مان سمجهي وٺ. ان جو دل سان ڳانڍاپو آهي. نبض دل جي حالت ٻڌائي ڇڏيندي، جيڪا مخفيٰ هجي ان جي حالت متصل سان معلوم ڪئي ويندي آهي. هوا لڪل شي آهي، غبار (لٽ) ۽ پنا ان سان متصل آهن. انهن سان ان جي حالت جو پتو پوندو آهي. پنا ٻڌائيندا آهن تہ هوا اولهہ کان هلي رهي آهي يا اوڀر کان. دل جي عشق جو اڪيون حال ٻڌائينديون آهن. ذات باري بہ مخفي آهي ان جي صفتن جو حال رسول ۽ ان جي معجزن سان معلوم ٿيندو آهي. رسول ۽ عارفن جي برڪت سان معجزا ۽ ڪرامتون دل تي اثر انداز ٿينديون آهن. جيئن تہ انهن جي باطن ۾ قيامت لڪل آهي ۽ قيامت مردن کي زنده ڪندي آهي، انهي ڪري انهن جو باطن مرده دلين کي زندگي بخشيندو آهي، ان جو اثر هي آهي جو ان جو پاڙيسري مست ٿي ويندو آهي. انهن جو هم نشين الله تعاليٰ جو هم نشين بڻجي ويندو آهي. يعني ان ۾ الله جي هم نشيني جو اثر جيڪو تعلق مع الله آهي، پيدا ٿي ويندو آهي. معجزن جو تاثير دل تي خاص مواد جي تاثير جي واسطي سان پوندو آهي. معجزي جو اثر لٺ تي پيو تہ اها اڙ نانگ بڻجي وئي ۽ سمنڊ تي پيو تہ اهو حضرت موسيٰ عليه السلام جي لنگهڻ جيترو سڪي ويو يا شق القمر تي پيو ۽ ان جي ذريعي ان جو تاثير ان تي پيو. جيڪڏهن معجزو خام مواد جي واسطي ڪانسواءِ دل تي اثر ڪندو تہ ان سان معجزي جو مقصد بہ درجہ اتم پورو ٿي ويندو. يعني دل ۾ ۽ الله ۾ ربط پيدا ٿي ويندو. معجزن جو اصل مقصد ان مواد کي متاثر ڪرڻ نہ آهي پر روح کي متاثر ڪرڻ آهي. بيجان، معجزن کان هن لاءِ متاثر ٿئي ٿي جو ان سان انسان جي دل متاثر ٿيندي آهي تہ جيڪڏهن جان جي واسطي ڪانسواءِ اها ڳالهہ حاصل ٿي وڃي تہ ڪيڏو نہ سٺو آهي. هي ائين آهي جيئن ماني پچائڻ ۽ اٽي جي ڳوهڻ جي تڪليف ڪانسواءِ پيٽ ڀرجي وڃي. حضرت عيسيٰ ۽ حضرت مريم کي مادي واسطن ڪانسواءِ نعمتون حاصل ٿيون پر ان تاثير جي لاءِ طلب ضروري آهي. معجزي کي دريا سمجهو ۽ ناقص کي خُشڪيءَ جو پکي، جيڪو دريا ۾ نٿو جي سگهي ۽ ڪامل روح پاڻيءَ جي پکي وانگر آهي، جيڪو دريا ۾ هر طرح سان محفوظ رهندو آهي. معجزي جو اثر ناقص تي ان جي عجز جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو آهي. اهو ان جي مقابلي کان عاجز ٿي ويندو آهي ۽ ڪامل کي قوت ۽ عمل جي طاقت عطا ڪندو آهي. نامحرم ۽ همدم ڪانسواءِ انسانن جو هڪ ٽيون قسم بہ آهي جيڪو وچ ۾ آهي، جن لاءِ مناسب آهي تہ اهي ظاهري معاملن مان استدلال وٺن. الله تعاليٰ جا اثر حواسن تي ظاهر ٿي ويندا آهن جيڪي موثر جي خبر ڏيندا آهن. دوا جو اثر ۽ جادو ٻئي نظرن کان مخفي آهن پر انهن جا اثر ڏسي ڪري تون انهن جو اظهار ڪرين ٿو. دوا جي طاقت ۽ جادوءَ جو اثر جڏهن وجود ۾ اچي ٿو تڏهن محسوس ٿيندو آهي. جيئن تہ هر مخفي شيءِ

پنهنجي آثارن سان سُڃاتي ويندي آهي پوءِ خدا جي آثارن سان ان کي ڪيئن نٿو سڃاڻي سگهجي. دنيا ۾ جيتري قدر اسباب ۽ انهن جا آثار آهن سڀ الله تعاليٰ جا آثار آهن. دنيا جي شين سان سندن آثارن جي بناء تي محبت هوندي آهي ته پوءِ اهي آثار پيدا ڪرڻ واري سان محبت ڇو نه آهي. جيڪڏهن ڪنهن جي باري ۾ سٺو خيال قائم ٿي ويندو آهي چاهي غير واقعي هجي ته به ان سان محبت پيدا ٿي ويندي آهي. پوءِ الله تعاليٰ جيڪو مشرق ۽ مغرب جو بادشاھ آهي ان سان دوستي ڇو نه آهي؟

**بيمار جي قصي ڏانهن واپسي**

باز گرد و قصهٔ رنجور گو
باطبيبِ آگه و ستار خوُ

ترجمو: ”واپس موٽ ۽ بيمار جو قصو ٻڌاءِ، واقفڪار ۽ پرده پوشي ڪرڻ واري طبيب سان گڏ.“

مريضن ۽ بيمارن جي پريشانيءَ جي ڪري اهو طبيب مريضن جي پوري ڪيفيت کان ڪين واقف نه ڪندو آهي. اسو طبيب مريض جي نبض جهلي سندس حال کان واقف ٿي ويو. ان مريض جي تندرستي ناممڪن هئي. اهو رت (سلھ) جي آخري درجي ۾ پهچي چڪو هو. طبيب چيو ته جيڪو تنهنجي دل چاهي اهو ڪر، تان ته تنهنجي جسم مان پراڻي بيماري ختم ٿي وڃي. مطلب ته طبيب پرهيز جي پراڻي تڪليف يا مريض جي تسليءَ جي لاءِ چيو ورنه مريض لاءِ علاج ٿي چڪو هو. هاڻي صبر ۽ پرهيز نه ڪر ورنه طبيعت اجان وڌيڪ ڪمزور ٿيندي، مرض جو غلبو ٿي ويندو. هاڻي بزرگ رومي رحمة الله عليه جو ذهن مايوس العلاج روحاني مريضن ڏانهن منتقل ٿي ويو. فرمائي ٿو ته قرآن اهڙن ئي مايوس العلاج مريضن جي لاءِ فرمايو آهي ته جيڪي چاهيو سو ڪريو. جيتوڻيڪ قرآن جو اهو قول تنبيھ ۽ روڪ ٽوڪ تي مبني آهي ۽ طبيب جو قول مريض کي اجازت جي لاءِ هو. مريض طبيب جو قول ٻڌي ڪري ان کان موڪلايو ۽ دريا جي سير تي نڪري پيو، جيڪا ان جي دل جي خواهش هئي ۽ طبيب جي نصيحت مطابق صحت خاطر دل جي خواهش پوري ڪرڻ جو ارادو ڪيائين. دريا جي ڪناري تي هڪڙو صوفي ويٺو هو، هٿ ۽ منهن ڌوئي رهيو هو ۽ پاڪائي وڌائي رهيو هو. باطني پاڪائي ته ان کي حاصل هئي، ظاهري پاڪائي لاءِ وضو ڪري رهيو هو تان ته هڪ جي بجاءِ ٻه طهارتون حاصل ٿي وڃن. مريض صوفي کي پنيرو ويٺل ڏٺو ته ڪيس مڪ هڻڻ جو خيال دل ۾ پيدا ٿيس. ان حريص، صوفيءَ جي ڪياڙي تي مڪ هڻڻ جي لاءِ هٿ وڌايو. دل ۾ سوچيائين ته جيڪڏهن اها تمنا پوري نه ڪندس ته طبيب جي چوڻ مطابق بيماريءَ ۾ اضافو ٿيندو. اهو هلاڪت ۽ موت آهي ۽ قرآن پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪرڻ کان منع ڪئي آهي. مريض پنهنجو پاڻ کي چيو: سست ۽ ڪاهلن وانگر خاموش نه ٿيءُ. نيٺ هن صوفيءَ کي مُڪ هڻي ڪڍي. صوفيءَ ڪيس مارڻ چاهيو پر اُن جي ڪمزوري جي ڪري هيءُ سوچيائين ته جيڪڏهن آئون ان کي ماريندس ته اهو مري ويندو. هاڻي بزرگ رومي رحمة الله عليه هي مضمون بيان ڪري ٿو ته جهڙي طرح طبيب جي ڳالھ سان غلط فهميءَ ۾ ان بدني مريض صوفيءَ کي مُڪ هنئي، اهڙي طرح عوام روحاني مريض شيطان جي برغلائڻ سان خدا جي مخلوق کي ستائڻ تي آماده رهندا آهن. او بي گناهن کي ڪياڙيءَ تي مُڪ هڻڻ وارا تون پنهنجي ڪياڙي ڇو نٿو ڏسين؟ اهوئي شيطان جيڪو توکي گمراھ ڪري ٿو تنهنجو مذاق اڏائي ٿو، ان تنهنجي ڏاڏي آدم عليه السلام کي پلايو هو ته دوا جي لاءِ هيءُ داڻو کاءُ، ته توهان هئي هميشه جي لاءِ جنت ۾ رهو. ان شيطان جي لاءِ اها ئي مُڪ سزا بنيو چاڪاڻ ته هُن توبھ ڪونه ڪئي. حضرت آدم عليه السلام جي پُل مان پنهنجي لاءِ پُل جو جواز پيدا نه ڪر، تو ۾ ان جهڙيون خوبيون ڪٿي آهن. الله تعاليٰ ان جو دستگير هو. حضرت آدم عليه السلام جو مثال ته ان جبل جهڙو آهي جنهن ۾ نانگ هجن ۽ ترياق به هجي. عوام ۾ اهي صلاحيتون ڪٿي آهن جيڪي حضرت آدم عليه السلام ۾ هيون. حضرت

ابراهيم عليه السلام کي جيڪو توڪل جو مرتبو حاصل هو اهو تو ۾ ڪٿي آهي؟ انهي توڪل جي بنياد تي ان جي تلوار حضرت اسماعيل عليه السلام جو گلو نہ وڍي سگهي. حضرت موسيٰ عليه السلام ڪليم الله جهڙي توڪل تو ۾ ڪٿي آهي؟ ان توڪل جي ڪري درياءِ نيل ان کي ٻوڙي نہ سگهيو. حضرت شيخ شجاع سعدي رحمة الله عليه جو واقعو مشهور آهي تہ هُن پاڻ کي هڪڙي مناري تان ڪيرايو پر هوا سندس ڪپڙن ۾ ڀرجي ويئي ۽ بچي ويو. اهو ان جو ڀاڱ ۽ نصيب هو تون پاڻ کي مناري تان ڪيرائي برباد نہ ڪر. اها ئي هوا جيڪا شيخ سعدي رحمة الله عليه جي ڪپڙن ۾ ڀرجي ويئي جنهن جي ڪري اهو بچي ويو هو، قوم عاد وانگر لکن جي تباهي جو سبب بڻي آهي. تون لکن جي تباهي تاريخ ۾ پڙهہ. رسيءَ جي راند جنهن ۾ رسو چڪي ان تان هلي لنگهندا آهن، تون نٽو ڄاڻين. تون پيرن جو شڪر ڪر ۽ زمين تي هل. تون ڪاغذ جا ٺاهوٽي پر ٺاهي جبل تان اڏامڻ جي ڪوشش نہ ڪر ورنہ هيٺ ڪري مري ويندين. صوفي کي ڪاوڙ ضرور آئي پر اهو عاقبت بين هو. بامراد اهوئي شخص هوندو آهي جيڪو انجام تي نظر ڪري. حضور عليه السلام سڀ ڪان وڏيڪ انجام بين هئا. حضور عليه السلام تي آخرت جون سڀ شيون منڪشف ٿي ويون هيون. انسان جيڪڏهن نجات ۽ ڇوٽڪارو چاهي ٿو تہ آغاز (شروعات) کان اک بند ڪري ۽ انجام تي نظر ڪري. آخرت جون شيون هن وقت نظرن کان معدوم آهن دنياوي شيون پيش نظر آهن غور ڪر دنيا ۾ هر شخص معدوم جي جستجو ۾ لڳو پيو آهي.

فقير روپين پئسن جو طالب آهي جيڪي ان جي اعتبار سان معدوم آهن. ڪاروباري نفعي جو طالب آهي جيڪو في الحال مفقود ۽ گم آهي. هاري پيداوار جو طالب آهي جيڪا معدوم آهي. مالهي گلن جو خواهش مند آهي جيڪي موجود نہ آهن. طالب علم ان علم جو طالب آهي جيڪو معدوم آهي. عبادتگذار ان بردباريءَ جو طالب آهي جيڪا معدوم آهي. انهن سيني پنهنجي موجود کي پُٺيءَ پويان اُڇلايو ڇڏيو آهي ۽ معدوم جي طلب ۾ ڪوشان آهن. الله تعاليٰ جي صفت ايجاد ڪرڻ آهي. اهو معدوم کي موجود ڪندو آهي ۽ ان جي صفت جو تعلق معدوم سان آهي. انهيءَ ڪري ان جي ٻانهن ۾ بہ اها ئي صفت آهي. ڪاريگر بہ معدوم کي موجود ڪندو آهي. رازو غير تعمير ٿيل جي تعمير ڪندو آهي. پخالي ان ٿانو ۾ پاڻي وجهندو آهي جنهن ۾ پاڻي نہ هجي. واڍو اتي دروازو ٺاهي لڳائيندو آهي جتي دروازو نہ هجي. شڪاري جڏهن شڪار ڪندا آهن تہ عدم تي حملو ڪندا آهن پوءِ بہ عدم يعني موت کان ڀڄندا آهن. جڏهن تہ هر شخص معدوم سان اميد وابستہ ڪيو ويٺو آهي تہ پوءِ پنهنجي مرغوب شيءِ عدم جي مخالفت ڇو آهي؟ انسان کي انهن حالتن ۾ تہ فنا ۽ نيستي سان رغبت هجڻ گهرجي. جيڪڏهن عدم سان محبت نہ آهي تہ پوءِ هر وقت عدم جي تاڙ ۾ ڇو آهين. انسان جي دل موجوده تي مطمئن نٿي ٿئي، جيڪو وڏيڪ معدوم آهي ان جي لاءِ ڪوشش ڪري ٿي. انسان هي سمجهي ٿو تہ جيڪي ڪجهہ آهي اهو دنيا جو کوهہ ئي آهي ۽ کوهہ تي جيڪو عالم غيب جو جهنگ آهر اهو زهر ۽ نانگ آهي. موت انسان تي واضح ڪري ڇڏيو آهي تہ جنهن کي هن جاءِ پناهہ سمجهيو پئي اهو کوهہ يعني هلاڪت جو سبب هو. يعني انسان اسباب هلاڪت کي اسباب نجات ۽ اسباب نجات کي اسباب هلاڪت سمجهندو رهيو آهي.

### هندو غلام ۽ سلطان محمود جو قصو

رحمۃ اللہ علیہ گفتہ است
ذکر شہ محمود غازی سُفتہ است

ترجمو: ”رحمہ الله عليہ فرمائي ٿو (سلطان) محمود غازي جو ذڪر (نظم جي لڙيءَ ۾) پوتو اٿم...“

رحمۃ الله مان مراد شيخ فريد الدين عطار آهي. سلطان محمود کي هندستان جي غزوي مان غنيمت ۾ هڪ غلام هٿ آيو. سلطان ان کي سردار بنايو ۽ تخت تي وهاريو ۽ فرزند جو لقب عطا ڪيو. اهو ڇوڪرو ان زرين تخت

تي ويٺو ۽ بادشاھ جي پرسان تخت تي ويهي زارو قطار روئڻ لڳو. بادشاھ ان کي چيو تہ اي نيڪ بخت! تون روئين ڇو ٿو؟ توکي اهو ناگوار آهي تہ آئون توکي سلطنت جو مالڪ بنائي رهيو آهيان؟ تنهنجو مرتبو آسمان کان بہ بلند ٿي ويو آهي. تنهنجي اڳيان وزير ۽ سپاهي چنڊ جي ستارن وانگر صف ٻڌيو بيٺا آهن. ڇوڪري چيو تہ منهنجي روئڻ جو سبب هي آهي تہ منهنجي ماءُ ناراض ٿي ڪري جڏهن مون کي ڌمڪائيندي هئي تڏهن هيئن چوندي هئي تہ شل آئون توکي محمود شير (شينهن) جي هٿ ۾ ڏسان. ان تي منهنجو پيءُ منهنجي ماءُ کي چوندو هو تہ ايتري قدر سخت بددعا ڇو ڏئين ٿي؟ هن کي ڪا معمولي بد دعا ڏيندي ڪر! سلطان محمود جي هٿ ۾ اچڻ سوين تلوارن سان قتل ٿيڻ آهي. آئون ٻنهين جي ڳالهين مان حيران ٿيندو هئس ۽ غمگين ٿيندو هئس. انهن بددعائن مان آئون سوچيندو هئس تہ سلطان محمود ڪيتري قدر ظالم آهي، جيڪو تباهي ۽ بربادي جي لاءِ ضرب المثل بڻجي ويو آهي. آئون تنهنجي نالي کان ايتري قدر ڏڪندو هئس ۽ توهان جي اڪرام ۽ عزت ۽ عظمت عطا ڪرڻ کان غافل هئس. اڄ منهنجا ماءُ پيءُ هجن تہ اهي ڏسن ها تہ انهن جا خيال ڪيتري قدر غلط هئا. فقر ۽ عدم کان انسان جو ڊڄڻ اهڙوئي غير واقعي آهي، جهڙو هندو غلام جو سلطان محمود کان ڊڄڻ هو. تون هي دعا ڪندين تہ خدا ڪري منهنجي عاقبت محمود ٿئي. ان جون بہ معنائون آهن تہ قابل تعريف هجي يا انجام ڪار اسان کي بہ سلطان محمود ميسر اچي وڃي. جهڙي طرح ان ڇوڪري جي ماءُ ڪيس اجايو ڌمڪائيندي هئي اهڙي طرح انسان جي طبيعت انسان کي فقر کان خوامخواه ڌمڪائيندي آهي. جڏهن توکي فقر حاصل ٿي ويندو پوءِ تون ان طرح روئندين، جهڙي طرح پنهنجي پهرين معلومات تي اهو هندو غلام رنو هو. انسان جو جسم انسان جي اهڙي طرح پرورش ڪندو آهي جهڙي طرح ماءُ ٻار جي پرورش ڪري ٿي پر اهو جسم انسان جو سون دشمنن کان وڌو دشمن آهي. جيڪڏهن جسم بيمار ٿئي تہ انسان دوا جي ڳولا ۾ پريشان ٿئي ٿو ۽ جيڪڏهن اهو تندرست هجي تہ پوءِ انسان ۾ شيطانيت پيدا ڪندو آهي. جهڙي طرح لوھ جي زرھ بدن کي ڪنهن حالت ۾ بہ راحت نٿي پهچائي، اهڙي طرح جسم پڻ انسان کي ڪنهن حالت ۾ بہ راحت نٿو پهچائي. جسم جيتوڻيڪ برو ساٿي آهي پر ان جي مصيبتن تي صبر ڪر تہ پوءِ ان مان فائدو حاصل ڪري سگهين ٿو. ڪاري رات ۾ چنڊ جو صبر ان کي منور ۽ روشن ڪندو آهي. گل جو ڪنڊي سان گڏ صبر ان ۾ خوشبو پيدا ڪندو آهي. کير لڏ، ڇيٽي ۽ رت جي درميان صبر ڪندو آهي تہ ٻار کي زندگي بخشڻ وارو بڻجي ويندو آهي. سڀني نبين جا اخروي مرتبا صبر ڪرڻ سان بلند ٿيا آهن. دنياوي نفعا بہ صبر سان حاصل ٿين ٿا. انسان جي لباس جي درستگي صبر سان گڏ ڪمائي تي لڳڻ جو نتيجو آهي ۽ اڳهاڙو هجڻ ان جو دليل آهي تہ اهو محنت تي صبر نہ ڪري سگهيو آهي. جيڪو شخص غمگين هجي ان جي باري ۾ سمجھ تہ ان الله سان تعلق تي صبر نہ ڪيو بلڪ الله سان بي وفائي ڪئي ۽ دغا ڏيڻ واري شئي سان تعلق پيدا ڪيو هو. جيڪڏهن اهو فاني انسان ان بيوفا سان تعلق پيدا نہ ڪري ها تہ اڄ غمگين نہ ٿئي ها. اهو خدا سان تعلق پيدا ڪري ها ۽ حضرت ابراهيمؑ وانگر چوي ها تہ مونکي غائب ٿيڻ وارين شين سان محبت نہ آهي. جڏهن انسان پنهنجي بي صبريءَ سان خدا جي غير جو ساٿي بڻجي ٿو ۽ پوءِ جڏهن ان کان جدائي ٿئي تہ غمگين ٿئي ٿو. الله تو ۾ هيءَ صلاحيت عطا ڪئي هئي تہ تون ساڻس تعلق پيدا ڪري سگهين ٿو. اها تمام يقيني ڳالهہ آهي. ڪنهن خيانت ڪرڻ واري وٽ ان کي امانت نہ رک. مطلب تہ ان صلاحيت کي غير الله جي لاءِ خرچ ڪندين تہ فائدو نہ ٿيندو ۽ ڄڻ تہ اها امانت ضايع ٿي ويندي. امانت جو ضايع ٿيڻ ۽ غائب ٿيڻ انڪار سان هوندو آهي. عادتون پيدا ڪرڻ واري ۽ انبيائن کي بهترين عادتون ۽ اخلاق عطا فرمائڻ واري سان انسان کي تعلق پيدا ڪرڻ گهرجي. الله تعاليٰ وٽ امانت رکڻ جو نتيجو هي نڪري ٿو تہ تون ان کي ٻڪريءَ جو هڪ ڦر ڏيندين، اهو توکي ڌڻ عطا ڪندو. جيڪڏهن پنهنجي صفتن ۽ صحبت کي تو غير الله ۾ صرف ڪيو تہ اهو ائين ئي آهي جيئن ڪو ٻڪريءَ جو ڦر بگهڙ وٽ امانت رکي. نادان جي صحبت ڪڏهن بہ اختيار نہ ڪر ڇاڪاڻ تہ اهو الله ۽ دين کان جاهل منافق

هوندو آهي ۽ ان جا ٻه چهرا ائين هوندا آهن جيئن خنثيٰ (کدڙو) جنهن ۾ مرد ۽ عورت ٻنهين جا اهڃاڻ هوندا آهن. اهو خنثيٰ عورتن ۾ وڃي ٿو ته مردن وارا، ي آله تناسل کي لڪائي ٿو ۽ مردن ۾ وڃي ٿو ته عورتن واري آله تناسل کي لڪائي ٿو. اهل بصيرت ان جي ٻٽي پاليسي کي سمجهي ويندا آهن. خدا انهن کي ان جون اهڙيون نشانيون ڏيکاريندو آهي جنهن سان اهي ان جي نفاق کي سمجهي ويندا آهن. قرآن پاڪ ۾ وليد بن مغيره ڪافر جي باري ۾ فرمايو ويو آهي ته اسين ان جي نڪ تي داغ لڳائينداسون. جهڙي طرح خنثيٰ مردانگي نٿو رکي سگهي، اهڙي طرح جاهل جون مٺيون ڳالهيون به ڪم جون نه آهن. جاهل جي روشني جو مثال ماءُ جي محبت آهي جيڪا ٻار جي لاءِ نقصانڪار آهي. اهو جاهل محبت مان توکي پنهنجي جان ۽ پنهنجي روشن اک چئي ٿو. پيءُ پُٽ کي تعليم جي لاءِ مڪتب ۾ موڪلي ٿو ته ٻار جي محبت ۾ ماءُ ٻار جي پيءُ سان وڙهي ٿي ۽ چوي ٿي ته جيڪڏهن اهو ٻار تنهنجي ڪنهن ٻي زال جو هجي ها ته تون ان تي ايتري قدر ظلم ڪونه ڪرين ها. پيءُ جواب ڏيندو آهي ته عورتن جون اهي بي عقلي جون ڳالهيون آهن. جيڪڏهن اهو ٻار منهنجي ڪنهن ٻي زال مان هجي ته اها به اهو ئي چوي ها جيڪو تون چئي رهي آهين. انسان جي نفس کي ماءُ ۽ عقل کي پيءُ سمجهه. جيئن ته نفس جي فريب کان ڇوٽڪارو مشڪل آهي، انهي ڪري مولانا ان جي بيان ڪانپوءِ دعا شروع ڪئي آهي ته اسان جي طلب تنهنجي توفيق سان آهي ۽ نيڪي به تنهنجي توفيق جي ڪري آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته: وَمَا تَشَآءُوْنَ اِلَّآ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ (التڪوير:29) "۽ توهان نٿا چاهيو مگر هيءُ ته الله چاهي." انسان جا افعال سڀ الله جي ايجاد تي موقوف آهن. اي الله، اسان ڳالهيون تنهنجي حوالي ڪيون. ان مان مقصد هي آهي ته تون اسان ۾ اطاعت ۽ عبادت جي طاقت وڌاءِ! اهو حوالي ڪرڻ جبرين جي عقيدي جي اعتبار سان نه آهي جيڪو انسان کي ڪاهل ۽ سست بنائي ٿو.

بزرگ روميؒ ڪيترا دفعا سمجهايو آهي ته هڪ جبر اهل سنت جو عقيدو آهي. اهو نجات جو سبب آهي ۽ ٻيو جبر جبرين جو عقيدو آهي جيڪو گمراهي آهي. جبر محمود به آهي ۽ مذموم به آهي. ان جو مثال درياءِ نيل آهي جيڪو سبطين جي لاءِ پاڻي ۽ قبطين لاءِ رت ثابت ٿيو. شهباز جا پر انکي بادشاهه ڏانهن وٺي ويندا آهن، ڪانگ جا پر ان کي مردار کائڻ لاءِ قبرستان ۾ وٺي ويندا آهن. سلطان محمود مٿي عدم ۽ معدوم جي مطلوب هجڻ جو ذڪر ڪيو هو، هاڻي وري ان ڏانهن رجوع ڪري ٿو ته تون انکي زهر سمجهين ٿو حالانڪ اهو ترياق آهي. هن عدم جي معاملي ۾ تنهنجو مثال ان هندو ڇوڪري جهڙو آهي جيڪو سلطان محمود جي نالي کان ڏڪندو هو ۽ اهو ئي ان جي لاءِ انتهائي شفيق ثابت ٿيو. جيڪو هن وقت تنهنجو وجود آهي حقيقت ۾ عدم ۽ معدوم آهي ۽ هي خيالات فاني آهن ۽ تون به فاني آهين. تنهنجو هن وجود تي عاشق ٿيڻ هجڻ ته معدوم جو معدوم تي عاشق ٿيڻ آهي. جڏهن تنهنجو اهو وجود فنا ٿيندو تڏهن توکي معلوم ٿيندو ته تون ڪيترن نامعقول ڳالهين ۾ قائل هئين.

**نبي ﷺ فرمايو ته وڃڻ وارن کي موت جو غم ناهي، ڪين فوت ٿيڻ جي حسرت آهي**

هن مضمون جي حديث ته ثابت نه آهي پر قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي ته ڪافر مرڻ ڪانپوءِ مرڻ تي افسوس نه ڪندا چاڪاڻ ته انهن کي معلوم ٿي ويندو ته وجود فاني جو فوت ٿيڻ رنج جي ڳالهه نه آهي پر اعمال صالح جن کي اهي معدوم سمجهندا هئا انهن جي نه ڪرڻ تي افسوس ڪندا.

راست فرموده آں سپهدارِ بشر

که هر آنکه کرد از دنیا گذر

ترجمو: انسانن جي سردار سچ فرمايو ته جيڪو دنيا مان گذري ويو ان کي موت جو درد، افسوس ۽ نقصان نه آهي پر هي افسوس ٿيندو ته معدوم جي لاءِ ڪوشش ڇو ڪيائين ۽ نيڪ عمل لاءِ ڪوشش ڇو نه ڪيائين.

موت هڪ پل آهي جيڪا دوست کي دوست تائين پهچائيندي آهي. موت کانپوءِ معلوم ٿيندو ته سڀئي دنياوي خيالات لاحاصل آهن. زندگي عالم آخرت ۾ آهي. دنيا وي شيون بي روح تصويرون آهن. افسوس هي ٿيندو ته اسان دنياوي شين کي بي روح تصويرون ۽ سمنڊ ڦيڻ جو نه سمجهندا هئاسون. ڦيڻ يا گجي خود بي حقيقت شئي آهي ان جي حرڪت ۽ بقا محض درياءُ جي ڪري آهي. جڏهن اها خشڪي ۾ وڃي ته بلڪل بي حس ۽ حرڪت آهي. مثل آهن، انهن جي زبان قال نه آهي انهي ڪري زبان حال سان جواب ڏيندا ته اسان جو اصل ته درياءُ آهي ان کان سوال جواب ڪر. عالم امڪان وحدت واري سمنڊ جي موج کانسواءِ ڪيئن ٿو حرڪت ڪري سگهي؟ عالم امڪان مٽي آهي ۽ اهو خداوندي ارادي کانسواءِ هوا جو وجود ۽ بلندي ڪيئن حاصل ڪري سگهي ٿو. عالم امڪان کي ڏسڻ کانپوءِ توحيدي نظر پيدا ڪر. اها توحيدي نظر تنهنجي ڪم ايندي باقي تنهنجو تاجي پيٽو گوشت ۽ ڪل سڀ بيڪار آهي. نه دنيا ۾ ڪارآمد ۽ نه آخرت ۾ ۽ نه وري تنهنجي چربيءَ مان ميڻ بتي ٺهي ٿي ۽ نه تنهنجي گوشت مان ڪباب ٺهن ٿا. جڏهن ته تنهنجي اندر اصل نظر توحيدي ۽ روح جو فعل آهي. معلوم ٿي ويو ته جسم بيڪار شيءِ آهي. ان ڪري مجاهدي جي ذريعي جسم کي نظر جي حاصل ڪرڻ ۾ ڳاري ڇڏ. تاثر کان موثر ڏانهن نظر ڪرڻ جا ٻه درجا آهن: هڪ بدن کان روح تي نظر ڪرڻ، ٻيو روح کان حقيقي موثر ڏانهن نظر ڪرڻ. اسان جو مقصد ٻيو درجو آهي، پهريون درجو نه آهي. ٻنهي نظرن ۾ گهڻو فرق آهي.

هاڻي عدم ۽ نيستي جي خوبين جو بيان شروع ڪجي ٿو. عيني عالم ارواح جيئن ته نظرن کان معدوم آهي. هر ڪاريگر معدوم کي پنهنجي ڪاريگري سان وجود ۾ آڻيندو آهي. قدرت جي ڪاريگري معدوم کي موجود ڪري ٿي جيڪا بلڪل خلاءِ بي نشان ۽ خالي آهي ۽ الله تعاليٰ جي ذات بي نياز آهي. جتي نيستي زياده هوندي اتي الله تعاليٰ جي ڪاريگري زياده ظهور پذير ٿيندي. نيستي جيئن ته هڪ اعليٰ مقام آهي ۽ عام طور تي درويشن کي حاصل آهي انهي ڪري اهي سيني کان اڳرائي ڪري رهيا آهن. خاص طور تي اهي فقير جن جسم کي به لتايو هجي ۽ مال کي به. اصل فقيري جسماني فقر آهي، بيک وٺڻ فقيري نه آهي ۽ پنڻ وارو اهو آهي جنهن صرف مال ڳاريو هجي. جسم کي ڳاريندڙ قانع ۽ صابر هوندو آهي ڪڏهن سوالي نه بنبو آهي. مال جو درد هجي توڙي جسماني درد هجي ان جي شڪايت نه ڪر چاڪاڻ ته صبر ۽ فنا اعليٰ مقام تائين پهچائي ڇڏيندئي. مون جيڪي فضيلتون بيان ڪيون آهن ان کان علاوه ترڪ دنيا جي فضيلتن تي به غور ڪر ۽ فڪر کي سجاڳ ڪرڻ جو طريقو الله جو ذڪر آهي. ذڪر فڪر کي سجاڳ ڪرڻ جو طريقو الله جو ذڪر آهي. ذڪر فڪر کي بيدار ڪندو آهي ۽ اهو ئي ڪم ڪندو آهي جيڪو سرديءَ ۾ ٺرڪڻ واري لاءِ سج ڪندو آهي. خالي ذڪر ۽ عبادت سان قرب موثر نٿو ٿئي جيستائين الله سان جذب ۽ ڪشش نه هجي، پوءِ به انسان کي عبادت ۽ ذڪر ۾ مشغول رهڻ گهرجي. جذب جي انتظار ۾ نه رهڻ گهرجي. محنت کي ڇڏڻ ناز ڏيکارڻ آهي جيڪو عاشق جان باز جي لاءِ ڪنهن به طرح مناسب نه آهي. ٻانهي جو ڪم بندگي آهي ان کي قبول ٿيڻ يا نه ٿيڻ جي تڪرار ۾ نه پوڻ گهرجي. جيڪي خدا جا احڪام آهن انهن جي پابندي ڪرڻ گهرجي. جڏهن تون مجاهدو ڪندو رهندين ته جذب پنهنجي مقام تان اڏامي تو ۾ اچي ويندو. ايتري قدر مجاهدن جي ضرورت ڪونه پوندي. جذب صبح آهي ۽ مجاهدو هڪ شمع آهي. صبح کي شمع جي ضرورت ڪونه هوندي آهي. جڏهن ٻانهو نفلن جي ذريعي قرب حاصل ڪندو آهي ته پوءِ ان جا فعل الله تعاليٰ ڏانهن منسوب ٿي ويندا آهن. ان کي ڪائنات جي هر ذري ۾ الله جو مشاهدو نصيب ٿيندو آهي.

### صوفي ۽ قاضيءَ جي قصي ڏانهن ٻيهر واپسي

گفت صوفی در قصاصِ یک قفا
سر نشاید باد دادن از عمی

ترجمو: ”صوفيءَ چيو ته هڪ ٺڦڙ جي بدلي ۾ اندي هجڻ جي ڪري مٿو نه وڃائڻ گهرجي.“

صوفيءَ دل ۾ سوچيو ته جيڪڏهن آئون بيمار کي ٺڦڙ هڻندس ته منهنجو سر ڪاٽيو ويندو. قضاءِ خداوندي سان جيڪا ڳالهه پيش اچي سر تسليم خم ڪرڻ گهرجي. پوءِ قاضيءَ وٽ ڪيس وٺي ويو تان ته ڪجهه تنبيهه ٿئي ۽ هو ٻين صوفين تي ظلم نه ڪري. صوفيءَ سوچيو: هن بيمار جي حالت پراڻي تنبوءَ جهڙي آهي جيڪو هڪ هوا جي جهوٽي سان ڪري پوي ۽ ان جون رسيون به ٽُٽي وڃن. اهو بيمار مردي وانگر آهي، ان جي بدلي ۾ سر ڪٽائڻ مناسب نه آهي. قاضي جو ڪم هي آهي ته اهو ماڻهن جي حقن جي حفاظت ڪري، ڪنهن جو حق ڪنهن کي کائڻ نه ڏي. غاصب شيطان جيڪو مڪر سيکاريندو آهي قاضيءَ جو فيصلو ان کي ختم ڪري ڇڏيندو. مدعي ۽ مدعيٰ عليه جي جنگ، جهيڙو ۽ بحث قاضيءَ جي فيصلي کان پوءِ ختم ٿي ويندو آهي. جيڪا به ڊر شيطانيت تي آماده هوندي آهي، قاضي جي فيصلي ڪانپوءِ ان جي شيطانيت ختم ٿي ويندي آهي. جڏهن ته قاضي ساهمي آهي ۽ ان ۾ ساهميءَ جا اوصاف آهن. جڏهن ڪو شخص حصي کان وڌيڪ وٺڻ جو خواهش مند هوندو آهي ته ساهمي کي ڏسي ان جي اها تمنا ختم ٿي ويندي آهي. جيڪڏهن ساهمي نه هجي ۽ ٻيو مخالف قسم به کڻي ته اهو شخص راضي نه ٿيندو آهي. قاضي قيامت جي ڏينهن عدل جو هڪ نمونو آهي. ڦڙي مان دريا جي پاڻي جو مزو معلوم ٿيندو آهي پر ڦڙي ۾ اها رواني نه آهي جيڪا دريا ۾ هوندي آهي. جيڪڏهن تون قطري ۾ سمنڊ جا جلوا ڏسڻ چاهين ٿو ته پاڻ ۾ رزقِ حلال جي عادت وجهه. جزا ڪل تي اهڙي طرح دلالت ڪن ٿا جهڙي طرح شفق سج جي وجود جو پتو ڏيندي آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته فَلَآ اُقْسِمُ بِالشَّفَقِ (الانشقاق:16) ”آئون شفق جو قسم کڻان ٿو.“ بزرگ روميءَ شفق مان حضور ﷺ جو جسم اطهر مراد ورتو آهي، جيڪو روحِ احمدي جو مظهر آهي. ماڪوڙي داڻي جي گم ٿيڻ تي ڏک ڪندي آهي. ان جو سبب اهو ئي آهي ته ان داڻي مان ڪري کي ڪونه سُڃاتو. انسان به جيڪڏهن ممڪنات جي ذريعي واجب کي سڃاڻي ته ڪڏهن به ڪنهن ممڪن جي فوت ٿيڻ سان نه ڏڪوئجي جيڪڏهن انسان ظلم وغيره کان پاڪ هجي ته ان جي دل آسمان کان به وڌيڪ منورّ ۽ روشن ٿيندي پر تون انهن حقن جي ڪري قيد آهين. نافرماني ڇڏ! اي پيارا! پنهنجي پاٽيءَ کي صاف ڪر تان ته توکي محتسب جلدي نه پڪڙي.

### صوفيءَ جو، پاڻ کي ٺڦڙ هڻڻ واري ڏانهن وڃڻ ۽ ڪيس قاضيءَ وٽ وٺي وڃڻ

رفت صوفی سوی آں سیلی زنش

دست زد چوں مدعی بردا منش

ترجمو: ”صوفي پاڻ کي ٺڦڙ هڻڻ واري ڏانهن روانو ٿيو. مدعي وانگر ان جي پلوءَ مان وڃي پڪڙيائين.“

صوفي، ڪيس مُڪ هڻڻ واري شخص کي جهلي قاضيءَ وٽ وٺي ويو. رُسوا ۽ خوار ڪرڻ جي لاءِ ڏوهاريءَ کي گڏهه تي وهاري گهمايو ويندو هو. ڏوهاريءَ کي ڪوڙن جي سزا ڏني ويندي هئي. جيڪڏهن ڪو مجرم سزا دوران بغير ڪنهن زيادتي جي مري وڃي ته قاضيءَ تي تاوان (ڏنڊ) ڪونه پوندو آهي. ڪن عالمن وٽ حد شرعي جاري ٿيڻ سان گناهه معاف ٿي ويندو آهي ۽ مجرم معصوم بنجي ڪري جنت ۾ هليو ويندو آهي. قاضي معمولي شخصيت نه آهي. اهو خدا جو قائم مقام (نائب) آهي ۽ الله جي انصاف جو پاڇو آهي. هر مدعي مدعيٰ عليه جو آئينو آهي. قاضي جيڪا سزا ڏئي رهيو آهي ان ۾ هُن جي پنهنجي ڪا ذاتي غرض نه آهي، هو مظلوم جي لاءِ سزا ڏئي ٿو. مجرم جي مرڻ تي ڪنهن طرح جو به ضمان ڪونه ٿيندو آهي. اهو تڏهن جڏهن سزا قاعدي مطابق ڏني وڃي پر جيڪڏهن سزا ۾ ڪا زيادتي ٿي رهي آهي ته پوءِ ان جو بيان هي آهي ته جيڪڏهن پيءُ پٽ کي ماريو، اهو مري ويو ته پيءُ کي خون بها شمار ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته هُن پنهنجي معاملي جي لاءِ ماريو. ان جي خدمت پٽ تي واجب آهي.

جيڪڏهن قاتل خطا سان قتل ڪيو هجي ته مقتول جي ديت قاتل جي رشتيدارن تي ايندي جن کي عاقلہ چيو ويندو آهي. قاضي جيڪا سزا ڏني اها ڪنهن ذاتي غرض تي مبني ڪونہ هئي پر خدا جي لاءِ هئي. جيڪڏهن سزا ۾ مري ويو تہ اهڙي شخص جي ديت بيت المال مان ادا ڪئي ويندي. قاضي بهرحال ديت کان بچي ويو. پيءُ پٽ کي خدمت نہ ڪرڻ تي ماري ٿو. پيءُ تي پٽ جي خون بها واجب آهي. استاد جي، شاگرد کي مارڻ ۾ ڪا ذاتي غرض نہ آهي انهيءَ ڪري اهو خون بها کان بري آهي. استاد ٻار کي ٻار جي مفاد ۾ ماري ٿو. شاگرد تي استاد جي خدمت واجب نہ آهي جو مارڻ ان جي مطلبن ۾ سمجهيو وڃي. پيءُ جي خدمت پٽ تي واجب آهي ان جو مارڻ خدمت جي مطالبي جي ڪري آهي. اهو امام ابو حنيفہؒ جو مرجوع قول آهي، صاحبين وٽ پيءُ تي خون بها واجب نہ آهي. جڏهن معلوم ٿيو تہ جيڪڏهن مارڻ ۾ خودي ۽ پنهنجو مطلب نہ هجي تہ خون بہ معاف آهي تہ پوءِ خوديءَ کي ختم ڪري ڇڏ. جڏهن تون خودي ڇڏي فاني بنجي ويندين تہ تنهنجو فعل پنهنجو فعل نہ رهندو.

مثنوي ۾ فقهي مسائل بيان ڪرڻ مقصود نہ آهن انهيءَ ڪري ديت ۽ بيت المال جي مسئلن لاءِ فقہ جي ڪتابن جو حوالو ڏنو ويو آهي. مثنوي ۾ اصل مقصد توحيد جو بيان آهي. موچيءَ جي دڪان ۾ اصل شيءِ چمڙو آهي، جيڪڏهن تون اُتي ڪاٺيءَ جا فريم ڏسين تہ اهي اصل مقصد نہ آهن. اهڙي طرح ريشمي ڪپڙن جي دڪان ۾ اصل ريشمي تاڪيا آهن. جيڪڏهن لوهہ جو گز آهي تہ اهو اصل مقصد نہ آهي. مثنوي شريف فقط توحيد جو دڪان آهي. توحيد جي مضمونن کان سواءِ جيڪي ڪجھ ذڪر ڪيل آهي اهو ٻٽ آهي. مثنوي ۾ توحيد کان سواءِ جيڪي ڪجھ بطور ٻٽ بيان ڪيو ويو آهي اهو ائين ئي آهي جيئن حضور ﷺ جي زبان تي سوره النجم جي تلاوت جي دوران تلڪ الغرانيق العلىٰ جاري ٿي ويو. اهو حقيقت ۾ سوره النجم جو جزو ڪونہ هو (واضح رهي تہ محققين ان قصي کي بي بنياد سمجهن ٿا) جڏهن ڪافرن اهي لفظ ٻتن جي تعريف ۾ ٻڌا تڏهن سيئي سجدي ۾ ڪري پيا. اهڙي طرح عوام جڏهن غير توحيدي مضمون ٻڌن ٿا تہ متوجہ ٿين ٿا. پوءِ توحيدي مضمون ٻڌڻ جو بہ انهن کي اتفاق ٿي ويندو آهي. ٻتن جي تعريف حضور ﷺ جي زبان تي جاري ٿيڻ ۾ ڀيون ڳالهيون بيان ڪري سگهجن ٿيون پر محققن جي هيءَ راءِ آهي تہ ڪي اهڙا مسئلا آهن جن جي سوال ۽ جواب ۾ نہ پوڻ گهرجي ورنہ شبهات پيدا ڪرڻ وارا وڌيڪ شبها پيدا ڪندا، انهي ڪري تون بہ محققن جي راهہ اختيار ڪر.

**قاضي ۽ صوفيءَ جي قصي بابت تقرير**

گفت قاضی ثبتِ العرش اے پسر
تا بُرو نقشے کنم از خیر و شر

ترجمو: "قاضيءَ چيو: اي پٽ! تخت وڇاءِ، تان تہ آئون ان تي ڀلي ۽ بري جو نقش قائم ڪريان."

قاضي صوفيءَ کي چيو تہ مدعیٰ عليہ کي متعين ڪر. مشهور مقولو آهي تہ "ثبت العرش ثم النقش" پهريان تخت وڇاءِ پوءِ ان تي نقش بناءِ، يعني مدعیٰ عليہ تہ محض خيالي انسان رهجي ويو آهي. ان کان بدلو ڪٿي ٿو وٺي سگهجي. ضمان ۽ تاوان تہ زنده ۽ مالدار کان وٺي سگهجي ٿو، مردي کان ڪونہ ورتو ويندو آهي. بزرگ وري انهن درويشن جو بيان شروع ڪيو آهي جيڪي سڪر جي حالت ۾ هوندا آهن ۽ خوديءَ کان لنگهي فنا جو مقام حاصل ڪندا آهن. فرمائي ٿو تہ اهي ماڻهو سوين حيثيتن سان مرده آهن. حقيقي مردو تہ بس هڪ مرض سان مردو بنجي ويندو آهي. جيئن حضرت جرجيس عليہ السلام کي وقت جي بادشاهہ ستَ دفعا قتل ڪيو پر هو هر دفعي زندهہ ٿي ٿي ويو. الله جي پالي جو زخم انهن کي اهڙو پيارو آهي جو ٻئي زخم جي تمنا ۾ روئن ٿا. قاضي چيو تہ آئون تہ جيئرن تي حڪم جاري ڪندو آهيان مردن تي حڪم جاري ڪرڻ منهنجو ڪم نہ آهي. هن مدعیٰ عليہ جو جسم جيتوڻيڪ قبر

۾ پوريل ته نه آهي پر منجهس گهٽيون قبرون آهن. تو قبر ۾ مردا ته ڏٺا آهن اي انڌا! هاڻي مردي ۾ قبر کي ڏس، ڇاڪاڻ ته صوفيءَ ان کي مرده نه سمجهيو، انهي ڪري ان کي چيائين. جڏهن ته مدعيٰ عليه مجسم قبرستان آهي. جيڪڏهن قبرستان مان ڪا سر ڪنهن تي اچي پوي ته ان تي ڪير دعويٰ ڪري ٿو. جڏهن مدعيٰ عليه مرده آهي ته تون ان تي ڪاوڙ نه ڪر، اهو ته محض هڪ بي جان تصوير آهي. ان سان جهڳڙو ڪرڻ بيوقوفي آهي. جنهن کي بقا ۽ زندگي حق سان حاصل ٿي وئي هجي ان جو هر فعل الله جو فعل هوندو آهي. اهڙي باقي بالله جي ڪاوڙ الله جي ڪاوڙ هوندي آهي. ان باقي بالله کي الله تعاليٰ اڳ ۾ فنا ڪيو، ان کي رذائل بشري کان پاڪ ڪيو ۽ پوءِ ان ۾ روح ڦوڪيائين. قاصائي ٻڪريءَ جي کل ڇڪي پوءِ ان ۾ ڦوڪ ڏيندا آهن تان ته چربي وغيره ايري اچي ۽ گوشت سٺيو معلوم ٿيڻ لڳي. قاصائي ۽ الله جي ڦوڪ پرڻ ۾ فرق آهي. الله جو قتل ڪري وري ڦوڪ پرڻ ۽ ٻيهر زنده ڪرڻ وڏي خوبي آهي ۽ قاصائيءَ جو معاملو برو آهي. ڇاڪاڻ ته قاصائي ان جي زندگي هميشه جي لاءِ ختم ڪري پوءِ ڦوڪ پريندو آهي. باقي بالله ۾ جيڪو الله جو نفخ آهي اهو ذوقي شيءِ آهي جنهن جي شرح نٿي ٿي سگهي. تون هن دنيا جي ڪوهه مان نڪري اعليٰ مقام تي اچ پوءِ خبر پئجي ويندي. مُردي کي گڏهه تي وهارڻ مناسب نه آهي انجي لاءِ تابوت مناسب آهي. ڪائيون گڏهه تي ڪٽبيون آهن نڪي ڪائين جي تصوير. ڪنهن شي کي بي موقع رکڻ ظلم آهي صوفي قاضي کي چيو ته پوءِ توهانجو مطلب هي آهي ته ان جيڪا مونکي مُک هنئي، ان جو نه جسماني بدلو آهي نه مالي. جيڪڏهن توهان انکي ائين ڇڏيندا ته پوءِ صوفين جو خير نه آهي. هر آواره ۽ بي آبرو صوفين کي ڪُٽيندي دير ئي نه ڪندو. قاضيءَ صوفيءَ کي چيو ته صوفي ته وڏا مجاهدا ڪندو آهي هڪڙي مُک ٿڦ هڻڻ جي ان کي ڪهڙي پرواهه. قاضي چيو ته جهڳڙو ته بنان ڪنهن عيوض جي ختم ٿي وڃي ٿو پوءِ به توکي ڪجهه وٺي ڏيان ٿو. قاضي بيمار کان پڇيو ته تو وٽ ڪجهه آهي؟ بيمار چيو ته مون وٽ 6 درهم آهن. قاضي بيمار کي چيو ته ڇهن درهمن مان ٽي تون خرچ لاءِ رک ۽ ٽي صوفيءَ کي ڏي ۽ صوفي کي چيائين ته هي بيمار ۽ ڪمزور آهي، ٽي درهم هن وٽ رهن ۽ ٽي درهم تون ڪاڌي جي لاءِ وٺ. قاضي ۽ صوفي ۾ اها گفتگو هلي رهي هئي ته اوچتو ان بيمار جي نظر قاضي جي ڪياڙيءَ تي پئي اها ڪياڙي بيمار کي صوفيءَ جي ڪياڙيءَ کان به وڌيڪ مناسب معلوم ٿي. ان بيمار سوچيو ته منهنجي مُک ته تمام سستي آهي. انهيءَ ڪري هو قاضيءَ کي به مُک هڻڻ جي لاءِ تيار ٿيو ۽ قاضيءَ ڏانهن ائين آيو جيئن ڪا راز جي ڳالهه قاضيءَ کي چوندو. بيمار ويجهو اچي قاضي جي ڪياڙيءَ تي مُک وهائي ڪڍي ۽ چيائين ته هاڻي ٻئي پئسا وٺو، ٽي ٽي درهم ورهائي کڻو. آئون مال جي سار سنڀال ۽ دولتمند هئڻ جي عيب کان آزاد ٿيس.

**ان بيمار فقير جي ٿڦڙ سان قاضي جو ناراض ٿيڻ ۽ صوفيءَ جو قاضيءَ کي ملامت ڪرڻ**

گشت قاضی تیره صوفی گفت ہے
حکم تو عدل ست لاشک نیست غے

ترجمو: ”قاضي پريشان ٿيو، صوفيءَ چيو: توهان جو حڪم بيشڪ انصاف آهي، گمراهي نه آهي.“

بيشڪ توهان جو اهو فيصلو ته مُک جو عيوض ٽي درهم ٿيندو آهي بلڪل منصفانه هو. ان ۾ ڪا گمراهي ڪونه هئي. ان فيصلي کي توهان کي به قبول ڪرڻ گهرجي. عربي ۾ مشهور مقولو آهي ته من حفر بئراً لاخيه فقد وقع فيه، ”جنهن پنهنجي ڀاءُ لاءِ کوهه کوٽيو اهو خود ان ۾ ڪريو.“ تنهنجو فيصلو خود تنهنجي لاءِ مُک جو سبب بڻيو آهي. اهو ته هڪڙي فيصلي جو بدلو هو خبر نه آهي ته ٻيا فيصلا توتي ڪهڙو ظلم ڪيرائيندا؟ تو ظالم کي خرچ جا ٽي درهم ڏياريا، ظالم جو ته هٿ وڌو هو، نه ڪي ان جي هٿ ۾ فيصلو ڏيٺو هو، تنهنجو مثال ته ان پوڙهي جهڙو آهي جنهن بگهڙ جي ٻچي کي ڪير پياريو ۽ پاليو هو. پڇاڙيءَ ۾ اهو بگهڙ جو ٻچو ان پوڙهي جي ٻڪري کائي ويو.

قاضيءَ جو صوفيءَ کي جواب ڏيڻ

گفت قاضی واجب آید ماں رضا
ہر قضا وہر جفا کآرد قضا

ترجمو: "قاضيءَ چيو: اسان جي رضامندي ضروري آهي هر تڪڙ ۽ ظلم تي جيڪو قضا آڻي."

قاضيءَ چيو تہ قضاءِ خداوندي جيڪي نازل ڪري چاهي تڪڙ هجي يا سزا، ان تي راضي هجڻ اسان جو فرض آهي. سچ ڏکيو لڳندو آهي، اک جي روئڻ سان دل ۾ شادابي پيدا ٿيندي آهي. جهڙي طرح ڪڪر سان باغ ۾ شادابي ايندي آهي. سچ جي چمڪ کي سچ جو کلڻ قرار ڏنو اٿن جنهن کي باغن جي سڙڻ جو سبب پڻ ڄاڻايو اٿن. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ فَلْيَضْحَكُوْا قَلِيْلًا وَّلْيَبْكُوْا كَثِيْرًا (التوبه:82) "گهرجين تہ اهي ٿورو کلن ۽ وڌيڪ روئن." جڏهن سريءَ کي باھ تي پُجيو ويندو آهي تڏهن کل سڪي ويندي آهي ۽ ڏند کلي ويندا آهن. تون پُڳل سريءَ وانگر ڇو کلي رهيو آهين؟ ميڻ ڳوڙهن وانگر ڳرندي آهي تڏهن شمع روشن رهندي آهي. ماءُ پيءُ جي سختي ٻار جي حفاظت ڪندي آهي. ياد الاهي ۾ روئڻ ۾ جيڪو لطف آهي اهو کلڻ ۾ نہ آهي. جهنم جو خوف روئاري تہ اهو جنت جي ياد کان وڌيڪ بهتر آهي. روئڻ جو انجام کلڻ آهي. غمن ۾ لذت اهڙي طرح لڪل آهي جهڙي طرح آب حيات اونده ۾ لڪل آهي. منزل کي لڪائڻ جي لاءِ جوتن ۾ ابتا نعل لڳايا ويندا آهن. جڏهن نشان لڪل آهي تہ پوءِ تون پنهنجيون اکيون هاديءَ ڪامل جي اکين سان جوڙ تڏهن منزل جي نشان جو پتو پوندئي. عبرت حاصل ڪرڻ ۽ نشان کي سڃاڻڻ جي لاءِ پنهنجي اکين سان عارف ڪامل جون اکيون شامل ڪر، صحابين جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ اهي پاڻ ۾ مشوري سان ڪم ڪندا آهن. سچي سونهين کان بي نيازي نہ ڪر. سونهين جو رستو مددگار آهي. پر صحيح ڳالھ هي آهي تہ اهو خود رستو آهي. بزرگن جي مجلس ۾ خودنمائي مناسب نہ آهي. خاموشيءَ سان ويهي انهن کان استفادو ڪر. جمعي جي نماز ۾ سڀ خاموشيءَ سان خطبو ٻڌندا آهن. سالڪ کي عارف ڪامل جي صحبت ۾ وڌيڪ خاموشي اختيار ڪرڻ گهرجي. حضور ﷺ جو ارشاد آهي تہ اصحابي کالنجوم بايهم اقتديتم اهتديتم، "منهنجا صحابي ستارن وانگر آهن، توهان جنهن جي اقتدا (پوئواري) ڪئي هدايت يافتہ بڻجي ويندؤ." ستارن کان هدايت تڏهن حاصل ٿيندي جڏهن خاموشيءَ سان انهن تي نظر ڪندؤ. ڳالهائڻ نظر ۾ خلل انداز هوندو آهي. عام حالت ۾ بہ ڳالهائڻ مفيد نہ آهي. انسان بہ ڳالهيون صحيح چوي ٿو تہ ان سان گڏ غلط ڳالهيون بہ زبان مان نڪري وينديون آهن. الكلام في شجون يعني گفتگو مختلف شين ۾ واقع ٿيندي آهي. جرہ جرالكلام ڪلام جو ڏکھو ڪرڻ ان کي ڇڪي آڻيندو آهي يعني گفتگو جڏهن شروع ٿيندي آهي تہ پوءِ مختلف گوشن تائين پهچندي آهي. انسان پهرين ڳالھ شروع ڪندو آهي تہ ڪلام جي ڍيگھ ان کي ٻري ڳالھ تائين پهچائي ڇڏيندي آهي. جڏهن تو ڍڪ کولي بوتل کي اونڌو ڪيو تہ صفائي ڪانپوءِ سٽجي ايندو آهي، هاڻي روڪڻ تنهنجي ڪنٽرول ۾ نہ آهي، اهو فقط انبيائن جو شان آهي جو انهن جي زبان مان ڪا غلط ڳالھ نٿي نڪري. قرآن پاڪ ۾ حضور ﷺ جن جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ وَمَا يَنْطِقُ عَنِ الْهَوٰى ۝ (النجم-٣) "اهو خواهش نفس سان نٿو ڳالهائي اهو وحي آهي جيڪو ان ڏانهن موڪليو وڃي ٿو." پنهنجي پاڻ کي زبان حال سان ڳالهائڻ وارو بڻاءِ، تان تہ تون مون وانگر مغلوبِ مقال نہ ٿين.

صوفيءَ جو قاضيءَ کان سوال ڪرڻ

گفت صوفی چوں زیک کان ست زر
ایں چرا نفع ست و آں دیگر ضرر

ترجمو: "صوفيءَ چيو تہ جڏهن سون ساڳي کاڻ جو آهي تہ هڪ نفعي وارو ۽ ٻيو نقصان وارو ڇو آهي؟"

جڏهن سيني جو خالق هڪ آهي تہ هڪ مفيد ۽ ٻيو نقصانڪار ڇو آهي؟ جڏهن سيئي قدرت جي هٿ جا پيدا ڪيل آهن تہ پوءِ هڪ عقل مند ۽ ٻيو چريو ڇو آهي؟ هڪ دريا جي واهن جي پاڻيءَ جو هڪ مزو هوندو آهي پر مخلوق ڪا مِٺي ۽ ڪا ڪڙي آهي. جڏهن تہ سڀ ذاتِ باقي جا نور آهن تہ پوءِ هڪ صبح صادق ۽ ٻيو صبح ڪاذب ڇو آهي؟ جڏهن سيني جون اکيون هڪ ئي سُرمي سان سينگاريل آهن تہ پوءِ راست بيني ۽ ڪج بيني ڇو آهي؟ جڏهن سڀ هڪ سانچي مان ٺهيل آهن پوءِ ڪي سِڪا کرا ۽ ڪي کوٽا ڇو آهن؟ جڏهن خدا دين جي رستي ڪي پنهنجو رستو فرمايو آهي تہ پوءِ ان ۾ راهنما ۽ راهزن جو فرق ڇو آهي؟ جڏهن سڀ هڪ پيٽ جي پيداوار آهي ۽ پُٽ ۾ پيءُ جا اوصاف ظاهر ٿين ٿا تہ پوءِ هڪ پيٽ مان هڪ عالم ۽ ٻيو جاهل ڪيئن پيدا ٿئي ٿو. خدا جي وحدت ۾ متغير ۽ غير متضاد هجڻ جو تہ يقين آهي پوءِ ان مان ايتري قدر متغير ۽ متضاد شيون ڪيئن ظاهر ٿيون آهن؟ مصدر ۾ سڪون ۽ صادر ۾ حرڪتون ٿيڻ بہ سمجهہ کان ٻاهر آهي. مطلب تہ واحد حقيقي کان ايتري ڪثير ۽ متضاد شين جو مخلوق هجڻ مستبعد معلوم ٿئي ٿو.

**قاضيءَ جو صوفيءَ کي جواب ڏيڻ**

گفت قاضی صوفیا خیره مشو
یک مثالی در بیانِ ایں شنو

ترجمو: ”قاضيءَ چيو: اي صوفي! تون حيران نہ ٿيءُ، اِن باري ۾ هڪ مثال ٻڌ!“

قاضيءَ چيو تہ غير متغير ۽ غير متضاد هستيءَ جو متغير ۽ متضاد شين جي سرچشمي بنجڻ سان حيران نہ ٿيءُ، هڪ مثال ٻڌ ۽ حال کي سمجهہ. معشوق جو قرار ۽ سڪون عاشقن جي بيقراري جو سرچشمو آهي. معشوق جبل وانگر ناز تي ڄميل آهي ۽ عاشق پني وانگر ڏڪي ٿو. معشوقن جو مُرڪڻ عاشقن جي روئڻ جو سرچشمو آهي تہ انهن ڳالهين سان سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ سرچشمي يا اصل ۽ ان جي آثارن ۾ يڪسانيت ضروري نہ آهي. ذات باري تعاليٰ سيني عوارض کان منزه ۽ پاڪ آهي. اصل ۽ اثر، علت ۽ معلول ۾ مشابهت ۽ هڪ ٻئي جو مثل هجڻ شرط نہ آهي پر تضاد نہ هجڻ گهرجي. هاڻي ثابت ڪري ٿو تہ سرچشمو (اصل) جيڪا ذاتِ واحد آهي ۽ ان جا آثار جيڪي مممڪنات آهن انهن ۾ تضاد نہ آهي ۽ نہ ڪو ان جي ذات ۽ افعال ۾ ان جو مثل آهي. جيئن تہ ذاتِ باري ۽ ممڪنات ۾ تضاد نہ آهي، انهي ڪري ممڪنات وجود جو لباس پاتو آهي. هڪ ضد ٻئي ضد کي موجود نٿو ڪري سگهي يعني ان جي علت نٿو بنجي سگهي پر ان کان ڀڄندو ۽ گريز ڪندو آهي تہ ٻنهين جو اجتماع نٿو ٿي سگهي. ذاتِ باري جو نِد ۽ مثل نہ هجڻ جو دليل هي آهي تہ نِدمثل کي چوندا آهن ۽ هڪ هستي پنهنجي مثل کي وجود عطا نٿي ڪري سگهي، ڇاڪاڻ تہ ٻئي هڪ جهڙا آهن تہ هڪ کي خالق ۽ ٻئي کي مخلوق چوڻ بنان سبب جي ترجيح آهي جيڪا باطل آهي.

سيئي ممڪنات جيڪي هڪ ٻئي جو ضد ۽ ند آهن اهي بحرِ وحدت تي جيڪو بي ضد ۽ ند آهي، ڳجيءَ وانگر ظاهر آهن. ان جا سيئي افعال اهڙا آهن جو انهن جي ڪيفيت جي گهرائي تائين نٿو پهچي سگهجي تہ پوءِ ذات جي اصليت تائين ڪٿي رسائي ٿي سگهي ٿي؟ روح ان جي معمولي مخلوق آهي. انجي حقيقت ۽ ماهيت تائين رسائي ممڪن نہ آهي. اها ذات باري تعاليٰ جيڪا لاتعداد عقلن ۽ ساهن جي علت آهي ان جي حقيقت تائين ڪيئن رسائي ٿي سگهي ٿي. هو ڪنهن طرح بہ ڪيفيتن جي قيد ۾ مفيد نٿو ٿي سگهي. ان جي حقيقت جي باري ۾ عقل ڪامل بہ ناواقف آهي. حضور ﷺ ارشاد فرمايو تہ لَا اُحۡصِیۡ ثَنَاءً عَلَیۡكَ اَنۡتَ کَمَا اَثۡنَیۡتَ عَلٰی نَفۡسِكَ. ”اي خدا آئون تنهنجي تعريف جو احاطو نٿو ڪري سگهان، تون اهڙو ئي آهين جهڙو تو پنهنجي تعريف پاڻ ڪئي آهي. جڏهن عقل ڪامل جو اهو حال آهي تہ عام عقل لامحالہ ان جي حقيقت جو ادراڪ نٿو ڪري سگهي. جسم روح کان سواءِ بي جان آهي. عقل

جسم کي چوندو آهي تہ اي بي روح، تو ان بحر معاد (ذاتِ باري) جو ڪو انت لڌو؟ ذاتِ باري جي حقيقت جي ادراڪ جو معاملو اهڙو آهي جو ان ۾ قابلِ ادراڪ ۽ ناقابل ادراڪ ٻئي برابر آهن. عقل جيئن تہ جسم ناقابل ادراڪ کان ذاتِ باري جي حقيقت معلوم ڪرڻ گهري هئي ۽ ان جواب ڏنو هو تہ جڏهن توکي ئي معلوم نہ آهي تہ تنهنجو مون کان سوال ڪرڻ ڇا مناسب آهي؟ تڏهن عقل چوندو آهي تہ اهو اهو مقام آهي جتي اعليٰ ادنيٰ کان استفادو ڪندو آهي، سڄ ذري جي خدمتگاري ڪندو آهي، شينهن هرڻ کان عاجز آهي. باز تتر جي مقابلي ۾ عاجز آهي. اهو ئي سبب آهي جو حضور ﷺ صحابين رضي الله عنهم کي فرمايو هو تہ اسانکي بہ پنهنجي دعا ۾ شريڪ ڪجو. پاڻ سڳورن ﷺ جي دعا جي باري ۾ جيڪڏهن ڪو هي چوي تہ اها استفاده جي لاءِ نہ هئي پر ڪنهن وقت حضور ﷺ پنهنجي مقام کان تنزل اختيار ڪندا هئا ۽ تعليم امت جي لاءِ ان قسم جو طريقو اختيار ڪندا هئا تہ ان جو مطلب هي ٿيو تہ حضور ﷺ اهو طريقو اِن لاءِ اختيار ڪيو تان تہ امت کي تعليم ڏين تہ توهان مان اعليٰ فرد ادنيٰ فرد کان استفادو ڪن ۽ هيءَ ڳالهہ مجيل آهي تہ اعليٰ ادنيٰ کان استفاده نٿو ڪري سگهي تہ پوءِ حضور ﷺ جي اها تعليم ڪٿي ٿي!؟ اهو تہ امت کي جهالت ۾ مبتلا ڪرڻ ٿيو پر حضور ﷺ جو دعا جي لاءِ فرمائڻ تعليم جي لاءِ نہ هو بلڪ حضور ﷺ چاهيندا هئا تہ خزانو ويرانيءَ ۾ هوندو آهي ۽ الله تعاليٰ جي رحمتن جا خزانا ڪنهن وقت انهن ماڻهن وٽ هوندا آهن جيڪي بظاهر معمولي انسان نظر ايندا آهن. مسڪين ۽ بظاهر حقير انسانن سان بدگماني ڪرڻ ابتو ڪمآهي جنهن سان انسان غلط رستو اختيار ڪندو آهي. جيتوڻيڪ عقل مند انسان جي نظر ۾ ان جو جز جز جاسوس ۽ مخبر بنيل آهي جيڪو ان جي رهنمائي ڪري ٿو. گمراهن لاءِ اهو معڪوس فعل فقط ابتو نشان ئي نہ آهي پر انهن جي نگاهن کان حقيقت بلڪل لڪي وئي آهي. انهيءَ ڪري انهن جا ستر بلڪ سئو فرقا بنجي ويا آهن. قاضي اصل جواب ڏانهن موٽي ٿو تہ راضي بالقضا رهڻ گهرجي. آئون توکي هڪ اندر جي ڳالهہ چوان ٿو، غور سان ٻڌ تہ الله جي طرفان هر سزا سان گڏ عطا بہ آهي. تو اهو مُلڪ تہ ڏٺو، ان سان جيڪا باطن جي صفائي ٿي اها بہ ڏس. جڏهن قاصائي ران جو حصو ڪٽي ڏيندو آهي ۽ ان ۾ هڏي گهٽ ۽ گوشت وڌيڪ هوندو آهي تہ ان سان گڏ ڪنڌ جو حصو بہ ڏيندو آهي جنهن ۾ هڏي گهڻي هوندي آهي. هاڻي ان جي معنيٰ هي آهي تہ چڱائي برائيءَ سان گڏ آهي. خدا جي ذات مان اها توقع نہ آهي تہ اهو فقط سزا ڏئي ۽ ان سان گڏ عطا نہ هجي. جيڪڏهن الله تعاليٰ ڪنهن کان ڪا شيءِ ڦريندو آهي تہ ان جي حقيقت مڄر جي پر کان وڌيڪ نہ آهي. ان جي بدلي ۾ لاتعداد نعمتون عطا ڪندو آهي. انبيائن جيڪي تڪليفون برداشت ڪيون آهن اهي انهن جي سرفرازي جو سبب بڻيون آهن. سزا جي عيوض عطا جو شرط هي آهي تہ حضور مع الحق هجي يعني الله تعاليٰ ڏانهن رضا ۽ محبت سان قلب جي ذريعي رجوع هجي پوءِ اهو تنهنجي دل تي فيض ڪندو. جيڪڏهن حضور قلب نہ هوندو تہ خلعت موٽي ويندي.

**وري صوفيءَ جو قاضيءَ کان سوال ڪرڻ**

*گفت صوفی کہ چہ بودی کایں جہاں*
*ابروی رحمت کشادے جاوداں*

ترجمو: ”صوفيءَ چيو تہ ڇا ٿي پوي ها جو هي جهان هميشہ رحمت جي ڪڪرن سان ڇانيل هجي ها.“

صوفيءَ چيو تہ هي ڳالهہ سمجھ ۾ اچي ويئي تہ ٻن متضاد شين جو سرچشمو ساڳيو ٿي سگهي ٿو پر هيءَ ڳالهہ باقي آهي تہ متضاد شين جي صدور ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟ جيڪڏهن رحمت ئي رحمت هجي ۽ زحمت نہ هجي تہ ڪهڙو حرج هو؟ ڏينهن ئي ڏينهن هجي رات نہ هجي، بهار هجي خزان نہ هجي، فقط صحت هجي بيماري نہ هجي، اطمينان کي مصيبت نہ ڏيڄاري تہ ان جي سخاوت ۽ رحمت ۾ ڪهڙي ڪمي ايندي؟ جيڪڏهن فقط رحمت هجي تہ سڀ

خوش رهن ها. ڪنهن جي طبيعت ۾ تڪدّر پيدا نہ ٿئي ها. حضور ۽ عمده ذوق هميشہ هجي، روح ۾ بہ هميشہ بهترين شوق هجي.

**صوفي جي سوال تي قاضيءَ جو جواب ۽ ترڪ ۽ چور جي قصي جو مثال ڏيڻ**

قاضيءَ جي جواب جو خلاصو هي آهي تہ جيڪڏهن خالي عيش عشرت هجي تہ ان سان گهڻا ڏچا ۽ نقصان پيدا ٿي وڃن ها. ان مناسبت سان بزرگ ترڪ ۽ ان جي درزيءَ جو قصو ٻڌايو آهي

گفت قاضی بس تہی رو صوفیی

خالی از فطنت چو کاف کوفیی

ترجمو: ”قاضيءَ چيو تون تہ ڏاڍو خشڪ دماغ صوفي آهين، تون ڪوفي ڪاف وانگر سمجھ کان خالي آهين.“

ڪوفي ڪاف نقطي کان خالي هوندو آهي. هڪڙو شيرين سخن درزين جي چوريءَ جا قصا ٻڌائي رهيو هو. قصي گوئيءَ ۾ درزي نامو پڙهي رهيو هو. ان جي چئني پاسن کان مجمع گڏ هو.

**حضور ﷺ جن جي قول جو تفسير**

حضور ﷺ جن جو ارشاد آهي تہ جيتري قدر ٻڌڻ وارن جي صلاحيت هوندي آهي اوتري قدر ڪين وعظ جي بيان مان دانائيءَ جو حصو ملندو آهي.

مستمع چوں یافت جاذب آں وقود

جملہ اجزایش حکایت گشتہ بود

ترجمو: ”جڏهن ان آتش بيان ٻڌڻ وارن کي آماده ڏٺو تہ ان جا سڀ جزا حڪايت بنجي ويا.“

ٻڌڻ وارا شوقين هوندا آهن تہ واعظ بہ دل جمعي سان وعظ چوندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن واعظ جي خوش بياني ڏسو تہ سمجهو تہ ٻڌڻ وارن جي ڪشش آهي. ٻار ذهين هوندو آهي تہ استاد محنت سان پڙهائيندو آهي. جيڪڏهن ٻڌڻ وارا ماهر ۽ شائق نہ آهن تہ سارنگي نواز جي دل اجهامي ويندي آهي. جيڪڏهن انبيائين ۾ وحي ٻڌڻ جي استعداد نہ هجي تہ جبرئيل عليه السلام وحي ڪٿي کڻي اچي ها. جيڪڏهن الله تعاليٰ جي صنعت کي ڏسڻ وارا نہ هجن تہ نہ آسمان ٿئي ها ۽ نہ زمين پيداوار ڏئي ها. حضور ﷺ جي باري ۾ آهي لَوْلَاكَ لَمَا خَلَقْتُ الْأَفْلَاكَ. ”جيڪڏهن توهان نہ هجو تہ آئون آسمان کي پيدا ڪونہ ڪريان ها.“ جو مطلب اهو ئي آهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ ڪامل صاحب نظر آهن، انهي ڪري آسمان پيدا ڪيا ويا آهن. محدثين حضرات ان حديث کي بي اصل قرار ڏنو آهي. عوام معشوق ۽ دسترخوان جا شيدائي آهن. انهن کي الله تعاليٰ جي ڪاريگري ۾ غور ڪرڻ جي توفيق ڪٿي آهي.

**هڪڙي ترڪ جي دعويٰ ڪرڻ ۽ بازي لڳائڻ تہ ڪو درزي سندس ڪا شيءِ نٿو چورائي سگهي**

چونکہ دز دیہائے بیرحمانہ گفت

کہ کنند آں درزیاں اندر نہفت

ترجمو: ”جڏهن هُن ظالمانہ چوريون بيان ڪيون جيڪي درزي لِڪي ڪندا آهن.“

ان مجمع ۾ خطا جو رهڻ وارو هڪ ترڪ هو جيڪو درزين جي چوريءَ جا قصا ٻُڌي ڪري ڪاوڙ ۾ پرجي ويو. رازن جي فاش ٿيڻ جو سبب هڪ زبان آهي ۽ هڪ راز چوڻ واري جي نڙي آهي. راز فاش ڪرڻ جو سبب عداوت ۽ دشمني هوندي آهي ۽ راز فاش ٿيڻ سان رسوائي ٿيندي آهي. جڏهن هن درزين جي چوريءَ جو ذڪر ڪيو تہ ترڪ کي ڏاڍو افسوس ۽ ڏک ٿيو.

ترڪ جو درزيءَ جي گهر جو پتو معلوم ڪرڻ

گفت اے قصاص در شهر شما
کيست استاتر دريں مکر و دغا

ترجمو: ”هن چيو: اي قصہ گو! توهان جي شهر ۾ مڪر ۽ دغا ۾ سڀ کان استاد ڪير آهي؟“

قصہ گو چيو تہ سڀ کان وڌيڪ چالاڪ پورشش درزي آهي. ترڪ چيو تہ اهو پنهنجي حرڪتن باوجود منهنجي اڳيان هڪ وٽيل ڌاڳو بہ چورائي ڪونہ سگهندو. ماڻهن ترڪ کي چيو تہ توکان وڌيڪ هوشيارن کي ڌوکو ڏيئي چڪو آهي، تون پنهنجي عقل تي گهمنڊ نہ ڪر. ان جي مڪارين ۾ تون گم ٿي ويندين. ماڻهن جي انهن ڳالهين سان ترڪ اجان وڌيڪ ڪاوڙيو ۽ هُن بازي لڳائي تہ هي منهنجو عربي گهوڙو بيٺو آهي، جيڪڏهن هو منهنجو ڪپڙو چوري ڪري ويو تہ پنهنجو عربي گهوڙو شرط ۾ هارائيندس ۽ جيڪڏهن اهو نہ چورائي سگهيو تہ توهان کان هڪ گهوڙو وٺندس. اها رات ڪاوڙ مان ترڪ نہ سمهي سگهيو ۽ سڄي رات ان جي چوري جي دائن پيچن تي ۽ انهن جي ٽوڙ بابت کي سوچيندو رهيو. صبح جو ترڪ اطلس (ريشمي ڪپڙو) کڻي دڪان تي پهتو تہ درزي پنهنجي جاءِ تان اٿيو، کيس سلام ڪيائين ۽ سندس مزاج پرسي شروع ڪيائين. جيتري قدر ترڪ جي مزاج پرسي ڪرڻي هئي ان کان وڌيڪ ڪيائين. جنهن سان ترڪ جي دل ۾ محبت پيدا ٿي ويئي. ترڪ درزيءَ کي چيو تہ هن اطلس جي قبا سبي ڏي مٿان چست (تنگ) ۽ هيٺ دامن ويڪرو هجي. مٿيون حصو سوڙهو هوندو تہ سينو ۽ جسم جي آرائش حسين لڳندي. دامن ڪشادو هوندو تہ پير ڪونہ ڦاسندا. درزي چيو تہ اي دوست! آئون سڀ خدمتون بجا آڻيندس پوءِ درزي ڪپڙو ماپيو ۽ ڪٽيو. ان ڪانپوءِ بڪواس لاءِ وات کوليائين. ان درزي ان ترڪ کي ٻين سردارن جي عطا ۽ بخشش جا قصا ٻڌايا ۽ بخيلن جا قصا بہ ٻڌايا. درزي تيز قينچي ڪڍي جنهن سان ڪپڙو ڪٽي پيو ۽ زبان سان قصا ٻڌائي پيو.

درزيءَ جو ترڪ کي کِل ۾ ڪيرو ڪرڻ ۽ گهٽو کلڻ جي ڪري درزيءَ کي چوريءَ جو موقعو ملڻ

يک مضاحک چست گفت آں اوستاد
ترک مست از خنده شد سست و فتاد

ترجمو: ”ان استاد کل جي ڳالهہ فوراً چئي. مست ترڪ کِل ۾ ڪيرو ٿي ڪري پيو.“

درزي کِل جي هڪ ڳالهہ شروع ڪئي جنهن سان اهو ترڪ کِلندي کلندي سست ٿي ويو ۽ ڪِري پيو. کل ۾ سندس ٻئي ننڍڙيون اکيون بند ٿي ويون. درزي موقعو ملندي ئي اطلس جو هڪڙو ٽڪرو هيٺان لِڪائي ڇڏيو جيڪو سڀ کان لِڪل هو پر الله تعاليٰ ان کي ڏسي رهيو هو. خدائي صفت ستار آهي. اهو پرده پوشي ڪندو آهي پر جڏهن معاملو حد کان وڌي ويندو آهي تڏهن راز فاش ڪندو آهي. ترڪ درزيءَ جي ڳالهين مان اهڙو خوش ٿيو جو پنهنجي دعويٰ کي بہ وساري ڇڏيائين. هينئر ان کي نہ اطلس جي پرواهہ هئي نہ دعويٰ جي، نہ ان گهوڙي جي جيڪو هُن گروي رکيو هو. درزي وري بہ کو کل جو قصو ٻڌايو جنهن سان ترڪ پٺن پر ليٽي پيو. هاٿي جيئن تہ ترڪ بلڪل غافل هو، درزي کي موقعو مليو، هُن اطلس جو ٽڪرو ران هيٺان ڪڍي ڪپڙن جي کوکي ۾ هٽي ڇڏيو. ترڪ وري ٽيون دفعو بہ فرمائش ڪئي تہ مهرباني ڪري کو مذاق جو قصو ٻڌاءِ، هن دفعي درزيءَ هڪڙو ٻيو ٽڪرو بہ چورائي ورتو. ٽهڪ ڏيڻ سان ترڪ جون اکيون بند ٿي ويون، عقل هليو ويو ۽ هو قصي تي مست هو. درزيءَ ٽيون دفعو بہ اطلس چورايو. ترڪ وري چوٿون دفعو بہ مذاق ٻڌائڻ جي فرمائش ڪئي. هاٿي درزي کي ان تي رحم آيو ۽ هُن پنهنجي فن کي ٻين ماڻهن يا ٻئي وقت جي لاءِ رکيو. اهو ترڪ درزي تان گهور پئي ٿيو پر اها خبر ڪونہ هيس تہ سندس کهڙو نقصان ٿي رهيو آهي. ترڪ خوشامد ۾ ان درزي کي چُمي ڏني تہ خدا جي واسطي مون کي افسانو ٻُڌاءِ.

اها خبر ڪونہ هيس تہ پاڻ خود افسانو آهي. انسان جو وجود بہ منجي افسانو رهجي ويندو آهي. اي انسان، توکان وڏيڪ ڪل جهڙو بيو ڪو افسانو نہ آهي. تون قبر جي مٿان وڃي پنهنجو انجام سوچ.

### ان نفس کي خطاب جيڪو اُهڙي مصيبت ۾ ڦاٿو آهي

اى فر و رفتہ بقبرِ جهل و شک
چند جوئى لاغ و دستانِ فلک

ترجمو: ”اي ناداني ۽ شڪ جي قبر ۾ لٿل! آسمان جو مڪر ۽ مذاق ڪيستائين طلب ڪندين.“

آسمان جي مذاق لکن کي برباد ڪيو آهي، تون ڪيستائين هن دنيا جو فريب کائيندين. نہ تنهنجو عقل فائدي ۾رهيو نہ روح. اهو آسمان انسانن سان اهو ئي ڪجهہ ڪندو آهي جيڪو درزي ترڪ سان ڪيو. هن تو جهڙن لکن جي آبرو برباد ڪئي آهي. اهو عام درزي ڪپڙا ڪٽيندو ۽ سِبندو آهي. ناتجربيڪار ٻار ۽ سو سالن جي پوڙهي جا ڪپڙا بہ سِبندو آهي. آسمان پنهنجي سعد ۽ نحس جي ذريعي ماڻهن سان مذاق ڪندو آهي. آسمان جو مذاق هي آهي تہ جيڪڏهن بهار جي موسم ۾ اهو باغ کي بخشش ڏيندو آهي تہ خزان ۾ ڦري وٺندو آهي.

### درزيءَ جو چوڻ تہ گهٽي ڪلڻ ڪري جبو سوڙهو نہ ٿي وڃي!

گفت درزى ترک را ازيں در گذر
وائے برتو گر کنم داغِ دگر

ترجمو: ”درزيءَ ترڪ کي چيو تہ ان کي ڇڏ ڪٽي! جيڪڏهن مون اچا وڏيڪ مذاق ڪيو تہ تنهنجي حالت تي افسوس ٿيندو.“

ڪِل جي ڳالهہ جي فرمائش تو لاءِ پنهنجو ڪپڙو چوري ڪرائڻ برابر آهي. ايئن پاڻ سان ڪير ڪونہ ڪندو آهي. درزيءَ چيو تہ جيڪڏهن تون ان ڪِل جو راز سمجهي وڃين تہ آئون توکي چو ڪِلائي رهيو آهيان تہ تون ان ڪلڻ کي سوين دفعا روئڻ کان بدتر سمجهين. بزرگ روميؒ فرمائي ٿو تہ اي مخاطب! تون بہ مذاق ۽ دل لڳي ڇڏي ڏي چاڪاڻ تہ گهٽي عمر تہ گذري ويئي اٿئي، هاڻي بہ باز نہ آئين تہ بلڪل برباد ٿي ويندين. جڏهن ظاهر ٿي ويو تہ مال چوري ٿي چُڪو آهي تہ گهوڙو بہ هارائي ويندين. هاڻي روميؒ قاضيءَ جي زبان سان فرمائي ٿو تہ اي انسان! تون مست ترڪ آهين ۽ هيءَ دنيا غدار درزي آهي. تنهنجي عمر اطلس آهي، تنهنجي شهوت ڪل مذاق جون ڳالهيون آهن. رات ۽ ڏينهن قينچي آهن ۽ غفلت ڪِلڻ آهي ۽ گهوڙو تنهنجو ايمان آهي ۽ شيطان اهڙي طرح تاڙ ۾ آهي جهڙي طرح شرط ٻڌڻ وارا هئا.

### چالاڪ درزي ۽ ترڪ واري قصي جو تمثيلي بيان

اطلسِ عمرت بمقراضِ شهور
برد پاره پاره خياطِ غرور

ترجمو: ”مهينن جي قينچيءَ سان تنهنجي عمر جو اطلس دوکي جو درزي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڪٽي ويو.“

تنهنجي عمر جي اطلس کي مهينن ۽ سالن جي قينچيءَ سان زمانو ٽڪرا ٽڪرا ڪري چورائي رهيو آهي. اي صوفي! تون هي تمنا ڪرين ٿو تہ تنهنجا ستارا هميشہ سعد رهن ۽ اهي هميشہ توسان ڪل پوڳ جون ڳالهيون ڪندا رهن. تون ستارن جي نحوستن کان گهبرائين ٿو ۽ انهن جي اثرن کان رنجيده ٿئين ٿو. انهن ستارن جا سٺا اثر نہ هجن تہ تون رنجيده ٿئين ٿو. انسان کي ستارن جي سعادت ۽ نحوست جو پابند نہ هجڻ گهرجي. جيڪڏهن تون هميشہ خوشيءَ

۾ رهندين ته ان ترڪ وانگر بلڪل ٽوٽي ۾ پوندين. انهن ستارن جي گردش تي نظر نه ڪرڻ گهرجي پر جيڪا ذات انهن کي گهمائي رهي آهي ان سان عشق پيدا ڪر.

**زماني جي ظُلم سان فقيرن کي تسڪين ڏيڻ ۾ هِن دنيا جو مثال**

هن قصي ۾ به عورت واتان چورايو ويو آهي ته اسان جي گهٽائي کي نه ڏس پر اهو ڏس ته اسان جي ڪثرت جي باوجود ماڻهو ڪهڙي بدڪرداريءَ ۾ مبتلا آهن

*آں يکے مي شده بره سوئي دکاں*

*پيش ره را بسته ديد او از زناں*

ترجمو: ”هڪڙو شخص رستو وٺي دڪان ڏانهن روانو ٿيو پر اڳتي رستو عورتن سان بند هو.“

تڪڙ جي ڪري ان جو پير سڙي رهيو هو ۽ رستو چنڊ جهڙين عورتن جي مجمع سان بند هو. ان شخص هڪ عورت ڏانهن مُنهن ڪيو ۽ ان کي مخاطب ٿيندي چيائين ته عورتون ايتري قدر وڏي ويون آهن جو رستي تي هلڻ ڏکيو آهي. عورت ان همراه کي مخاطب ٿي چيو ته اسان جي ڪثرت ڏسڻ جي قابل نه آهي پر غور ڪرڻ جي هيءَ ڳالهه آهي ته اسان جي ڪثرت جي باوجود بدفعل ماڻهو بدفعلي ۾ مبتلا ٿين ٿا ۽ ٻئي رسوا ٿين ٿا. اهڙي طرح اي صوفي! تون آسمان ۽ زماني جي تلخين کي نه ڏس پر هيءُ ڏس ته ان جي باوجود تون زماني تي جان ڏين ٿو ۽ دنيا کي ڇڏڻ نٿو چاهين. جنهن ڪڙي امتحان کان تون ڀڄندڙ آهين انکي رحمت سمجھ، ڇاڪاڻ ته اهو صبر ۽ رضا جي ظهور جو سبب آهي ۽ دنياوي عيش ۽ عشرت کي عذاب سمجھ، ڇاڪاڻ ته اهو غفلت ۽ الله کان دوريءَ جو سبب آهي. ابراهيم نالي هڪ يهودي بهرام گور بادشاهه جي زماني ۾ هو، جيڪو بخل ۾ ضرب المثل هو. مال خرچ ڪرڻ کان ڀڄندو هو. اهو نجات ۽ ڇوٽڪاري لهڻ کان رهجي ويو. حضرت ابراهيم خليل الله دنياوي وجاهت کان ڀڳو ته بارگاهه خداوندي جو مقرب ٿي ويو. حضرت ابراهيمؑ دنيا کي لت هنئي ۽ تڪليفون برداشت ڪيون ته ان کي باهه نه ساڙي سگهي. ابراهيم يهودي بخيل، مال ۽ دولت جي زيان جي سوزش کان بچيو پر جهنم جي باهه ۾ سڙيو. جهڙي طرح مطلوب جي نه هجڻ جو خيال آهي اوڏانهن هلو ته مطلب تائين پهچندا.

**صوفيءَ جو ان سوال کي ٻيهر ورجائڻ**

*گفت صوفي قادرست آں مستعاں*

*که کند سودائے مارا بے زياں*

ترجمو: ”صوفيءَ چيو ته اهو مددگار وس وارو آهي ته اسان جي معاملي کي به آسان ڪري...“

صوفيءَ جي سوال جو خلاصو هي آهي ته الله تعاليٰ کي هيءَ به قدرت آهي ته لذتن کي تلخين کان خالي ڪري بي ضرر بنائي. الله تعاليٰ جڏهن باهه کي چمن بنائي سگهي ٿو ته اهو به ڪري سگهي ٿو ته ان کي بي ضرر بنائي. جيڪا ذات ڪنڊن مان گل پيدا ڪري سگهي ٿي اها خزان کي بهار به بنائي سگهي ٿي. جيڪا ذات زمين ۾ پوريل سروَ (جي ٻج) کي آزادي بخشي سگهي ٿي اها رنج کي خوشي پڻ بنائي سگهي ٿي. جنهن ذات معدوم کي موجود بنايو اها موجود کي باقي ۽ دائم به بنائي سگهي ٿي. جيڪا ذات مرده جسم کي حياتي عطا ڪري ٿي اها هي به ڪري سگهي ٿي ته زنده کي موت نه اچي. ان ۾ ڪهڙي ڳالهه آهي ته بغير ڪوشش جي مقصد حاصل ٿي وڃي. اها هي به ڪري سگهي ٿي ته ڪمزورن تي شيطان کي غالب نه اچڻ ڏي.

**قاضيءَ جو صوفيءَ کي جواب ڏيڻ**

گفت قاضی گر نبودے امر مُر

ور نبودے خوب وزشت وسنگ در

ترجمو: ”قاضيءَ چيو تہ جيڪڏهن تلخ معاملو نہ هجي ۽ جيڪڏهن چڱو ۽ برو، پٿر ۽ موتي نہ هجي...“

جيڪڏهن نقصان ۽ تڪليفون بلڪل ختم ٿي وڃن تہ پوءِ اهنج ۽ امتحان باقي نہ رهندو، جنهن جو ثمر ۽ نتيجو آخرت جو اجر ۽ روحاني ڪمال آهي. نفس ۽ شيطان جون پيدا ڪيل برائيون ۽ تلخيون نہ رهن تہ الله تعاليٰ جي طرفان ڪنهن کي صبور ڪنهن کي حليم ۽ ڪنهن کي شجاع ۽ حڪيم چيو ويو آهي اهو نہ چيو وڃي. جڏهن برائيون نہ هونديون تہ حلم جو تحقق نہ ٿئي ۽ نہ شجاعت ۽ حڪمت جو تحقق ٿئي ها. صابرين جو خطاب بہ بغير شيطان جي وجود جي ممڪن نہ هو علم ۽ دانائي جو تحقق بہ تڏهن ئي آهي جڏهن راه روي ۽ گمراهي هجي. تون پنهنجي ڪڙاڻ واري مزاج جي ڪري هي چاهين ٿو تہ هيءَ جهان برباد ٿي وڃن. آخرت تہ هن لاءِ آهي تہ فضائل حاصل ڪيا وڃن ۽ اتي انهن جو بدلو ملي. جڏهن ابتلاء ۽ امتحان ئي ختم ٿي ويندو تہ اعمال جي فضيلت حاصل نہ ٿيندي ۽ نہ دنيا ”مزرعة الاخرة“ بڻبي. انهيءَ ڪري هيءَ جهان ويران ٿي ويندا. قاضيءَ صوفي کان جهل جي نفي ڪندي هدايو تہ صوفي جا اهي سوالات عوام جي شُبهن پري ڪرڻ جي لاءِ هئا. جيڪڏهن مصيبتون نہ هجن تہ الله تعاليٰ کان غفلت ٿي ويندي. دنيا جون مصيبتون برداشت ڪرڻ آسان آهن ڇاڪاڻ تہ اهي هِن زندگيءَ کانپوءِ ختم ٿي وينديون پر جيڪڏهن الله کان دوري هجي تہ ان جون مصيبتون دائمي آهن.

**ڏک تي صبر ڪرڻ دوست جي وڇوڙي جي تڪليف کان آسان آهي**

ڪپڙن ۽ مانيءَ جي تنگي طلاق کان آسان آهي

آں یکے زن شوی خودرا گفت ہے

ای مروت را بیک رہ کرد طے

ترجمو: ”هڪ عورت پنهنجي مڙس کي چيو: خبردار! اي شخص، جنهن هڪ ڏک ۾ مروت کي ويڙهي ڇڏيو آهي.“

زال مڙس کان خرچ پکي جي گهٽتائي جي شڪايت ڪئي تہ تون ڇو منهنجي خبر گيري نٿو ڪرين، تون مونکي هن ذلت ۾ ڪيستائين رکندين. مڙس چيو آئون جيتوڻيڪ مسڪين آهيان، هٿ پير هڻان ٿو. خرچ جي تدبير ڪريان ٿو. اي صنم! خرچ ۽ لباس واجب آهي. انهن ۾ ڪمي ڪونہ ڪندس. عورت پنهنجي چولي جي ٻانهن ڏيکاري جيڪا ميري ۽ ٿلهي ڪپڙي جي هئي. عورت چيو تہ هي چولو منهنجي بدن کي کائي ٿو. مڙس زال کي چيو تہ منهنجي وس ۾ جيڪي ڪجهہ آهي ڪريان ٿو. بيشڪ، اهو لباس گهٽ درجي جو آهي، جيڪڏهن تون ان ۾ گذارو نٿي ڪرين سگهين تہ پوءِ پاڻ ۾ طلاق مناسب آهي. هاڻي تون غور ڪر تہ اهو لباس بهتر آهي يا طلاق؟ مصيبت ۽ فقر جو نہ هجڻ ڇاڪاڻ تہ الله کان دوريءَ جو سبب آهي تنهنڪري مصيبت ۽ فقر جي ڪنجي زياده بهتر آهي. عبادت جي سختي الله جي دوريءَ کان بهتر آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي تڪليفون عارضي آهن. جڏهن خدا پنهنجو ڇئي سڏيندو تہ سڀ ڏک ۽ تڪليفون دور ٿي وينديون. الهام جي ذريعي الله تعاليٰ جي آواز کي هر شخص سمجهي نٿو سگهي پر هڪ قلبي سڪون اڪثر اهل نسبت محسوس ڪندا آهن. ان کي الله تعاليٰ جي پڪار سمجهو. ان کي سمجهڻ جي لاءِ مجازي عاشقن ۽ معشوقن جي باري سمجهي وٺو. معشوق بيمار عاشق جي مزاج پرسي ڪندو آهي ۽ جيڪڏهن بدنامي جي ڪري نٿو اچي تہ پيغام جي ذريعي مزاج پرسي ڪندو آهي. جيڪڏهن پيغام موڪلڻ بہ ممڪن ناهي تہ دل ۾ فڪر ڪندو آهي. بهرحال معشوق عاشق کان بي خبر نہ هوندو آهي. توهان عشق بازن جا داستان پڙهو اهي

ڳالهيون معلوم ٿي وينديون. هنن مٿين شعرن ۾ الله کان دوري جي مذمت هئي. هاڻي بيان ڪري ٿو ته سچي عمر تو ان برائي جي ازالي جي ڪوشش نه ڪئي. ترڪ اڌ ڪچو ۽ اڌ پڪو گوشت کائيندا هئا پورو رڌيندا نه هئا. اهڙا اسباب موجود هئا جن مان تون تنبيهه حاصل ڪرين ها. جيڪڏهن تون تنبيهه حاصل ڪرين ها ته استاد بنجي وڃين ها. پنهنجي ماءُ پيءُ کان عبرت حاصل ڪر ته اهي اڄ ڪٿي آهن. رات ڏينهن مان به عبرت وٺ.

**هڪ عارف جو پادريءَ کان پڇڻ ته تون ڏاڙهيءَ کان وڏي عمر جو آهين يا ڏاڙهي توکان وڏي آهي؟**

عارفے پرسید زاں پیر کشیش
کہ توئی خواجہ مسن تر یا کہ ریش

ترجمو: ”ان پوڙهي پادريءَ کان هڪ عارف پڇيو ته اي صاحب! تون وڏي عمر جو آهين يا تنهنجي ڏاڙهي؟“

جواب ۾ هُن چيو ته آئون ان کان پهريان پيدا ٿيو آهيان. مون دنيا ڪي ڏاڙهيءَ کان پهريان گهڻو ڏٺو آهي. عارف چيو تنهنجي ڏاڙهي اڳ ۾ ڪاري هئي هاڻي اڇي ٿي ويئي، حالت بدلجي وئي پر تنهنجي بري عادت سڌي نه ٿي. ڏاڙهي بعد ۾ پيدا ٿي، ان ۾ تبديلي اچي وئي پر تون ان کان پهريان ٿئين پر پوءِ به تو ۾ تبديلي نه آئي. تون ثريد (لذيذ کاڌو) جي عشق ۾ سُڪي ويو آهين. تون ايئن ئي آهين جيئن شروع ٿيو هئين. ان کان هڪڙو قدم اڳتي نه وڌايو اٿئي. تون لسيءَ وانگر آهين جنهن مان مکڻ نه نڪتو. هڪ روايت ۾ آهي ته الله تعاليٰ فرمايو: خمرت طينة آدم اربعين صباحاً ”آدم عليه السلام جي مٽي چاليهه ڏينهن تائين خمير جي حالت ۾ رهي. هوا پنهنجي جاءِ تي بيٺي ٿي جهولي. اها ئي تنهنجي حالت آهي جو تون جتي هئين اتي آهين. تيهه جي ميدان ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جي قوم چڪر ڪاٽيندي رهي ۽ جتي هئي اتي رهي. تون هر روز ڊڪين ڊوڙين ٿو پر پنهنجو پاڻ کي پهرين منزل تي ڏسين ٿو. اي بيوقوف، چاليهن سالن کان هڪ جاءِ تي آهين. جيستائين تنهنجو عشق دنيا سان آهي تنهنجو مقام نه بدلجي سگهندو. جيستائين حضرت موسيٰ عليه السلام جي قوم جي دل مان ڳابي جي محبت نه نڪتي تيستائين اها تيهه جي ميدان ۾ چڪر ڪاٽيندي رهي. جنهن سان توکي عشق ڪرڻ گهرجي اهو ڳابو ناهي، ٻيو ڪي آهي. ان جي لکين نعمتن سان تون بهره اندوز آهين. جيئن ته تنهنجي طبيعت شيطاني آهي، انهيءَ ڪري شيطان سان ئي توکي عشق آهي. جيڪو خدائي نعمتون فراموش ڪري ويهندو آهي ان تي تنهنجو جز جز شاهد آهي. جزن سان انهن نعمتن کي دريافت ڪر، جيڪي تو وساري ڇڏيون آهن. تون افسانن ٻڌڻ جو شوقين آهين. پنهنجي جزن کان نعمتن جا فسانا ٻڌ. تون جڏهن کان وجود ۾ آيو آهين تنهنجي جزن سوين خوشيون ۽ غم ڏٺا آهن. غم ته توکي ياد آهن، خوشيون ياد نه آهن. خوشي ڏسڻ جو دليل هي آهي ته تنهنجي اجزاء خوشيءَ جي لذت سان نشونما حاصل ڪئي آهي ۽ تون نڌپڻ کان جوان ان خوشيءَ جي ڪري ٿيو آهين. تنهنجا اجزاءَ ته باقي آهن پر اهي خوشيون تنهنجي حافظي مان نڪري ويون آهن بلڪ نڪتيون نه آهن، تنهنجن پنجن حواسن ۽ ستن عضون کان مخفي ٿي ويون آهن.

سياري ۽ گرمي جي موسم هلي ويندي آهي پر انهن جون نشانيون رهجي وينديون آهن. اهڙي طرح الله تعاليٰ جون اڳيون نعمتون ختم ٿي وينديون آهن پر انهن جون يادگار جسم جو جزو جزو باقي رهندو آهي. جماع جي لذت ختم ٿي ويندي آهي ۽ ان جو نشان اولاد باقي رهندو آهي. حمل قرار ان وقت وٺندو آهي جڏهن زال مرّس ۾ مستي ۽ کِل مذاق هجي. جيستائين بهار جي موسم جي مستي نٿي ٿئي، باغ ۾ گُل ٽِڙي نٿو. وڻن جو وڌڻ ويجهڻ هن ڳالهه جو دليل آهي ته انهن وڻن بهار جي موسم سان عشق بازي ڪئي آهي. الله تعاليٰ جي حڪم سان هر وڻ اهڙي طرح حمل وارو بنبو آهي جهڙي طرح حضرت بيبي مريم بڻي هئي. پاڻيءَ ۾ باهه جي گرمي نظر نٿي اچي پر ان جا آثار ٻوڙيا نظر اچن ٿا ۽ اهي گرمي جي وجود تي دلالت ڪن ٿا. جهڙيءَ طرح انهن شين ۾ موثر لڪل آهي ۽ ظاهري آثار ان تي

دلالت ڪن ٿا اهڙي طرح جيڪي ماڻهو وصالِ حق سان مست آهن، انهن جي اجزاءَ ۾ حال ۽ قال مخفي آهي. ۽ انهن مستن جا اجزاءَ ان تي دلالت ڪن ٿا. حال اها ڪيفيت آهي جيڪا مشاهده حق سان اسان تي طاري ٿيندي آهي. قال مان مراد به اهي مضمون ۽ نفسي ڪلام آهي، جيڪي مشاهده حق سان پيدا ٿيندا آهن. جڏهن انسان تي حال طاري ٿيندو آهي ته حيراني ۾ وات پٽيو ئي رهجي ويندو آهي ۽ اک دنيا جو نقشو ڪونه ڏسندي آهي. اهو حال ۽ قال عنصري نه آهي انهي ڪري عنصري اکيون ان کي نٿيون ڏسي سگهن. اهو ربّ جي تجلي جي پيداوار آهي انهيءَ ڪري اهو بي رنگي جي پردي ۾ مخفي آهي. جيستائين خدائي حڪم نه ٿئي تيستائين حال ۽ قال جو تفصيل نه ڪر. هي حال ۽ قال خود زبان حال سان گويا آهن ته چپ ڪر انهن جي ڳالهه ٻُڌ. حال ۽ قال الله جي وصل جا شاهد آهن ۽ فنا ۽ بقا جا گواهه پڻ آهن. برف سياري جي يادگيري ڏياريندي ۽ سياري جي ٿڌڙين هوائن جو ذڪر ڪندي آهي. گرمين جو پيدا ٿيل ميوو سياري ۾ گرمي جي يادگيري ڏياريندو آهي. سج جي شعائن سان ميوا پچندا آهن. گذريل نعمتن جي باري ۾ پنهنجي اجزاء کان دريافت ڪر يا خود ياد ڪري وٺ. جڏهن مصيبتون گهيرين ۽ انهن جي ڪري توتي غم ۽ ڪاوڙ طاري هجي ته ان ڪاوڙ جي ڪري نعمتن جو انڪار نه ڪر. پوءِ تون ٻڌاءِ ته تنهنجي جسم جي نشوونما ڪيئن ٿي. جسم گلن جو ڍير آهي ۽ فڪر ان جو عرق آهي. تعجب جي ڳالهه آهي ته عرق گلاب، گلاب جو انڪار ڪري! ڪفر ان جي برائي ۽ شڪر جي تعريف آهي. خدا ڪري ناشڪر ماڻهو گاهه جي ڪک کان محروم ٿين ۽ شڪرگذارن تي علوي شيون نثار ٿين. ناشڪري باندرن جي خصلت آهي ۽ شڪر گذاري انبيائن جو طريقو آهي. ناشڪرو دنيا ۾ به رسوا ۽ خوار آهي ۽ آخرت ۾ به. شڪر گذارن جا مرتبا بلند ٿيندا آهن. تن پرور ڪتا آهن ۽ جن ماڻهن مجاهدي ۾ بدن کي ويران ڪيو آهي انهن جا روح نور ۽ عزت جو خزانو آهن. جيڪڏهن اهي خزانا لڪل نه هجن ته فلسفي گمراهه نه ٿين. انهن کي سمجهڻ جي لاءِ دين جي عقل جي ضرورت آهي. جيڪي نالي ماتر دنياوي عقل رکن ٿا، انهن جي بيوقوفي نمايان ٿي وئي آهي.

**ان فقير جو قصو جنهن هٿ پير هڻڻ کانسواءِ روزي ٿي چاهي!**

هن قصي مان به دنياوي عقل جون بيوقوفيون ظاهر آهن.

آں يکے بيچارهٔ مفلس ز درد
کہ ز بيچيزی هزاراں زخم خورد

ترجمو: "هڪ ويچارو مفلس مسڪين جنهن اٿهوند جي ڪري هزارين تڪليفون برداشت ڪيون هيون..."

نمازون پڙهي الله آڏو ٻاڏائيندو هو ته انسان جي پيدائش ۾ انسان جي محنت ۽ ڪوشش جو ڪو دخل نه آهي. انهيءَ ڪري اهڙي طرح مون کي دنيا ۾ زنده رک ۽ بغير ڪمائيءَ جي روزي عنايت ڪر. تو منهنجي مٽي ۾ پنج موتي عطا ڪيا آهن ۽ پنج باطني حواس به رکيا آهن، تنهنجون عطائون بيشمار آهن. آئون انهن جي بيان کان عاجز ۽ شرمنده آهيان. منهنجي پيدا ڪرڻ ۾ تون اڪيلو آهين، منهنجي رزق رسائڻ کي تون درست ڪر. سالن کان اها دعا گهرندو رهيو، نيٺ ان جي عاجزي ڪارآمد ٿي ان شخص وانگر جيڪو حلال روزي خدا کان ڪمائي کانسواءِ گهرندو هو. ان شخص جي گهر ۾ ڍڳو گهڙي آيو. حضرت دائود جيڪو خدائي انصاف وارو هو، جي زماني ۾ هن دردمند به عاجزيون ڏيکاريون تڏهن سندس دعا کي قبوليت جو شرف حاصل ٿيو. ڪڏهن دعا جي دوران نتيجي جي دير سبب بدظن ٿي ويندو هو پوءِ وري خداوند ڪريم جي اميد مان پنهنجي دل کي خوشخبري ڏيندو هو. الله تعاليٰ جي طرفان الهام ٿيندو هو ته اڃ دعا گهر، دعا قبول ٿيندي. دنيا ۾ متضاد ڪيفيتون حڪمت جي بناء تي ظهور پذير ٿين ٿيون. الله تعاليٰ مٽي به ڪندو آهي ۽ ڪيرائيندو به آهي. دنيا جا ڪم ٻنهي صفتن سان مڪمل ٿيندا آهن. زمين کي هيٺ

ڪيائين ۽ آسمان کي مٿي ڪيائين. تڏھن ئي آسمان جو دور آيو. اھي لاھا چاڙھا ۽ متضاد صفتون رڳو ھڻ شين ۾ ئي نہ آھن پر ھڪ شيءَ ۾ ھنھين جو ظھور آھي. زمين بنجر پئي ھوندي آھي. اھو زمين جو پست رھڻ آھي ۽ زمين سائي بہ ٿيندي آھي اھو زمين جو بلند ٿيڻ آھي. زماني جو پست ۽ بلند ٿيڻ رات ۽ ڏينھن جو ھجڻ آھي. انساني مزاج جي پستي ۽ بلندي ان جي بيماري ۽ صحت آھي. دنيا جي احوالن کي اھڙي طرح سمجھ: ڏڪار بہ آھي ۽ سڪار بہ آھي، صلح بہ آھي ۽ جنگ فتني ۾ مبتلا ٿيڻ بہ آھي.

جھان جي بقا انھن متضاد ڪيفيتن سان آھي ۽ آس اميد انھيءَ سبب جي ڪري آھي. انھيءَ آس اميد جي ڪري دنيا ڏڪندي رھندي آھي ۽ ان تي مختلف ڪيفيتون طاري ٿين ٿيون. دنيا ۾ متضاد ڪيفيتون ھن لاءِ پيدا ڪيون ويون آھن تان تہ عالمِ آخرت جو قدر ٿئي. اُتي راحت ئي راحت آھي، مصيبتون نہ آھن. لوڻ جي کاڻ ۾ جيڪا شيءِ پھچي ويندي آھي، اھا لوڻ بنجي ويندي آھي. قبر عالمِ آخرت جي ابتدا آھي اتي پھچي ڪري اھي سڀ رنگ ختم ٿي ويندا. قبر جسمن لاءِ لوڻ جي کاڻ آھي. روحن جو انڪسار عالمِ آخرت آھي. عالمِ آخرت ۾ نئون پراڻو نہ آھي پر اتي ھر شيءِ نئين آھي. ڇاڪاڻ تہ نئين ٿيڻ ڪانپوءِ پراڻو ٿيڻ بي رنگي آھي. دنيا ۾ نواڻ ڪانپوءِ پراڻ ايندي آھي. عالمِ آخرت جي يڪ رنگي اھڙي طرح ٿيندي جھڙي طرح حضور ﷺ جي نور سان مختلف قسم جي ڪفر جون اونداھيون ھڪ قسم جي نور ۾ تبديل ٿي ويون ۽ ڪفرن جو تفاوت ختم ٿي ويو. عالمِ آخرت جي يڪ رنگي ڳجھي آھي پر محشر جي يڪ رنگي سڀني تي ظاھر ٿي ويندي. اتي معنوي شيءِ ظاھري صورت اختيار ڪندي. اتي پھچي ڪري استر جيڪو اندرين شيءِ آھي ٻاھرين شيءِ بنجي ويندو. اخروي ڳالھيون ھن دنيا ۾ چٽ ڪبري جانور وانگر آھن جو ان ۾ مختلف رنگ ھوندا آھن. انھن ئي اخروي ڳالھين جي باري ۾ مختلف قسم جا خيالات آھن ۽ مذھبي ڳالھين ۾ زبان جو نڪلو مختلف رنگن جا ڌاڳا ڪتي رھيو آھي. ھن دنيا ۾ حقيقت تي پردو آھي. اھو پردو ھن لاءِ آھي تہ اھلِ باطل بہ ڪجھ ڏينھن مزا ماڻي وٺن. حقيقتون مخفي آھن ۽ ظاھر ھجڻ ۾ حڪم جون منتظر آھن. قيامت جو ڏينھن عيد جو ڏينھن ھوندو جنھن ۾ مومن خوشي ملھائيندا ۽ ڪافر ھلاڪ ٿيندا. مومنن جو مثال دريائي پکين جھڙو ھوندو جيڪي سمنڊ جي سطح تي ترندا. اھي پلصراط تان آرام سان لنگھي ويندا. حقيقتون ھن لاءِ واضح ڪيون وينديون تہ نجات ۽ ھلاڪت پوري ثبوت سان ھجي. انھن ڪوئن جي غذا جيڪا دنيا ۾ ھئي اھا ئي آخرت ۾ ھوندي. ڪٿي دانائيءَ جي چاشني ڪٿي ڪوئو، ڪٿي ڇيٽي جو ڳينگھو ڪٿي باغ، انھن ۾ ڪا مناسبت نہ آھي. جھاد ۽ بزدلي ۽ عود ۽ مشڪ ۾ ڪا برابري نہ آھي. صوفين وٽ ڪافرن سان جھاد، جھاد اصغر ۽ نفس سان جھاد، جھاد اڪبر آھي. حديث شريف ۾ آھي تہ مرد تہ گھڻا ڪامل ٿيا آھن ۽ عورتن ۾ فقط حضرت بي بي مريم عليھا السلام ۽ حضرت آسيہ عليھا السلام ڪامل ٿيون ۽ حضرت عائشہؓ کي عورتن تي اھڙي ئي فضيلت آھي جھڙي طرح سڀني ڪاڌن مان ثريد (ڪُٽي) افضل آھي. گھڻا مرد جيڪي زنانہ صفت ۾ آھن آخرت ۾ انھن جي صفت واضح ٿي ويندي. عالمآخرت ۾ قيامت جو ڏينھن انصاف جو ڏينھن ھوندو. اُتي پير جوتو پائيندا ۽ مٿو ٽوپي ڍڪيندو تان تہ ھر طالب کي ان جو مطلوب ملي وڃي ۽ ھر انسان پنھنجي صحيح مقام تي پھچي وڃي. اللہ وٽ انصاف آھي. ھر طالب کي ان جو مطلوب ملي وڃي ٿو. گرمي ۽ تپش جو مطلوب سج ۽ پاڻيءَ جو مطلوبِ ڪڪر آھي. دنيا ۾ بہ اللہ تعاليٰ جي قھر جو ظھور ٿيندو آھي. جڏھن انسان ظلم ڪندو آھي تہ ان تي خدائي قھر نازل ٿيندو آھي. جن تي قھر خداوندي نازل ٿيو آھي انھن جو انجام ڏسو. چار ۾ قاتل پکين جا پر چار جي چٽني پاسن پکڙيا پيا آھن. اھي انھن جي مقھور ھجڻ جي زبان حال سان شرح ڪن ٿا. جن تي قھرِ خداوندي آھي مرڻ ڪانپوءِ فقط قبر جي مٽيءَ جو ڍير سندن نشان رھجي ويندو آھي ۽ اھو بہ چند ڏينھن ڪانپوءِ مٽجي ويندو آھي. جنھن شخص کي جنھن شخص سان مناسبت ھوندي آھي قدرت ان جو جوڙو ان سان لڳائيندي آھي. حضور ﷺ جو جوڙو ابوبڪر رضي اللہ عنہ، عمر رضي اللہ عنہ، عثمان رضي اللہ عنہ ۽ علي رضي اللہ عنہ سان لڳايو.

ابوجهل جو جوڙو عُتبہ ۽ ذوالخِمار سان لڳايو، عتبہ مکي جو مشهور ڪافر سردار هو، جيڪو جنگ بدر ۾ حضرت حمزه رضي الله عنه جي هٿان مارجي ويو ۽ ذوالخمار هڪ جادوگر هو، پنهنجو منهن ڍڪي هلندو هو. انهيءَ ڪري ذوالخمار (ويڙهڻ وارو) جي نالي سان مشهور هو. جبرئيل ۽ روحن جو قبلو سدره آهي. پيٽ جي غلام جو قبلو دسترخوان آهي. "سدره" ٻير جو وڻ جيڪو ستين آسمان تي آهي ۽ اهو مخلوق جي علم ۽ حضرت جبرئيل عليه السلام جي منتهيٰ آهي. باخدا انسان نور وصال جو طالب آهي ۽ فلسفي جو مقصد وهم آهي. زاهد جو مقصود خدا آهي ۽ لالچي انسان جو مقصد دولت آهي. جيڪي خدا پرست آهن انهن جي مطمع نظر نيڪ عمل آهن. نااهلن جو قبلو ذليل جهل آهي. اهل باطن جو قبلو صبر ۽ سڪون آهي. ظاهر پرستن جو قبلو پٿر جو نقش آهي. خلوت گزين جو قبلو خدا آهي. ظاهر پرستن جو قبلو عورت جو چهرو آهي. اي پٽ! عاشق جو قبلو خدا آهي. اي بابا! باطل جو قبلو شيطان آهي. فرعون جو مطلوب دنيا ۽ درياءِ نيل آهي. اهڙي طرح نون ۽ پراڻن مثالن کي شمار ڪر ۽ جيڪڏهن تون تنگ دل آهين ته پنهنجو ڪم ڪر، اسان جو رزق سونهري پيالي ۾ بهشت جو شراب آهي. دنيادارن جي لاءِ ڪٽي ميوي جي رٻ آهي، جنهن جي لائق هئا. جيڪو جنهن جي لائق آهي الله ان کي اهڙو رزق موڪليو آهي. هڪ کي مانيءَ جو عاشق بنايائين ۽ هڪ کي جان کان به بي نياز بنايائين. انجو سبب هي آهي ته هڪ جي باطني سرشت کي جيئن ته ان ۾ ان جا آثار هئا مانيءَ جو عاشق ڪيائين ۽ ٻئي کي خدائي مست بنائي ڇڏيائين. ڇاڪاڻ ته ان ۾ ان جا آثار هئا. جڏهن انسان پنهنجي برين عادتن تي خوش آهي ۽ اهي ئي جزا جو سبب آهن ته انهن جي مناسب جزا آهي. ان کان ڇو پڇين ٿو، جيڪڏهن عورت پٽو توکي پسند آهي ته رلي ويڙهڻ پسند ڪرڻ گهرجي. بهادري پسند آهي ته خنجر ٻڌڻ به پسند هجڻ گهرجي. جيڪڏهن توکي جهاد پسند آهي ته زره پاءِ. نامردي جو شوق آهي ته وڃي گهر جي ڪنڊ ۾ ويهہ. ان ڳالهہ جو خاتمو نہ آهي. اهو فقير محتاجيءَ جي زخم سان زخمي ٿي پيو آهي.

**صوفيءَ کي غيبي آواز ذريعي خزانو هٿ اچڻ جو اشارو**

*ديد در خواب اُوشبے و خواب کو*

*واقعہ بے خواب صوفی راست خو*

ترجمو: "هُن هڪ رات جو خواب ڏٺو ۽ خواب ڪٿي؟ خواب کان سواءِ واقعو (ڏسڻ) صوفيءَ جي عادت آهي."

ان نوجوان خواب ۾ ڏٺو... مولانا فرمائي ٿو ته خواب جي حالت ڪونہ هئي پر جنهن حالت ۾ هُن ڏٺو اها ننڊ ۽ سجاڳيءَ جي هڪ درمياني ڪيفيت هئي، ان کي اصطلاح ۾ "واقعہ" چيو ويندو آهي، جيڪو صوفين کي پيش ايندو رهندو آهي. غيب مان آواز ڏيڻ واري چيو ته اي تڪليف برداشت ڪرڻ وارا، هڪڙو ڪاغذ ردي وڪڻڻ واري کان وٺ، ان جون نشانيون ۽ رنگ ههڙو آهي. اي غمگين! پوءِ ان کي اڪيلائي ۾ پڙهج. حقيقت ۾ اها چوري ڪونہ هئي، انهي ڪري جو رديءَ جي ٽڪري جي ڪا قيمت ڪونہ هوندي آهي. پوءِ ان پرچي کي اڪيلائي ۾ ٻئي جي شرڪت کان سواءِ پڙهج تان ته راز نہ کُلي. احتياط باوجود جيڪڏهن راز کلي وڃي ته غمگين نہ ٿج، ڇاڪاڻ ته اهو خزانو توکي ئي ملندو، جيڪڏهن ان ۾ دير لڳي ته نااميد نہ ٿج. ائين چيائين ۽ ان خوش خبري ڏيڻ واري پنهنجو هٿ ان جي دل تي رکيو تان ته ان کي سڪون حاصل ٿئي. جڏهن اهو جوان ان غيب مان هوش ۾ آيو ته خوشيءَ مان نٽي ماپيو. ايتري قدر خوش هو جو دل جي ڌڙڪڻ سان پتو ڦاٽي پويس ها جيڪڏهن الله تعاليٰ ان جي حفاظت نہ فرمائي ها. ان جي خوشيءَ جا گهڻا سبب هئا هڪ هيءَ ته الله تعاليٰ ان کي دعا جو جواب ڏنو. جهڙي طرح ان جي قوت سماعت حجابن کان گذري، سامع بنجي وئي هئي، اهڙي طرح هي ڪيئن ٿيندو جو ان جي دل جي اک حجابن کان لنگهي وڃي ۽ ان کي قلبي طور حق جو مشاهدو حاصل ٿي وڃي! جڏهن سالڪ جي قوتِ سامعہ ۽ باصره حجابن کي طئي ڪري وڃي ٿي ته

پوءِ ان کي مسلسل الله تعاليٰ جو ديدار ۽ ڪلام حاصل ٿيڻ لڳندو آهي. هاڻي سالڪ جي هڪ نئين ڪيفيت جو ذڪر آهي جو ان جي دل تي واردات ٿيڻ لڳندي آهي، ڪيس علوم ۽ معارف لدني حاصل ٿيڻ لڳندا آهن. ان ڪانپوءِ وجود حقيقي فنا جي تلوار هلائيندو آهي ۽ اهو فاني ٿي ڪري بقا بالله حاصل ڪندو آهي ۽ الله تعاليٰ جي صفتِ علميہ سان مستفيد ٿيڻ لڳندو آهي. خوشيءَ جو ٻيو سبب هيءُ هو تہ ان کي بدلو ملي ويندو. خوشيءَ جو ٽيون سبب هي هو تہ دعا مقبول ٿي ويئي. هاتف جو آواز ٻڌڻ ڪانپوءِ اهو پاڙيسري ردي ڪاغذ وڪڻڻ واري وٽ ويو ۽ اهو پرچو صوفيءَ کي ملي ويو. پرچي کي بغل ۾ هنيائين ۽ ردي فروش کي چيائين تہ هن وقت ڪم آهي وڃان ٿو جلد واپس ايندس. صوفيءَ ڪاغذ کنيو، تنهائي ۾ ويو. پڙهڻ سان حيران ٿي ويو: ايتري قدر قيمتي پرچو جو ان جي قيمت جو اندازو نہ لڳائي سگهجي. ردي ڪاغذن ۾ ڪهڙي طرح پيو هو. پوءِ سندس دل ۾ خيال آيو تہ جڏهن الله ڪنهن شيءِ جو محافظ هجي تہ پوءِ غير مستحق ان کي ڪٿي ڪٿي ٿو سگهي. اهو پرچو تہ لِڪل هو، جيڪڏهن بيابان سون سان ڀريل هجي جيڪو سيني کي نظر اچي تڏهن بہ خدا جي مرضيءَ کان سوءِ ان مان ڪو دمڙي بہ نٿو کڻي سگهي. اسباب ۾ اهو تاثير بہ خدا ئي پيدا فرمائيندو آهي ورنہ اسباب بيڪار آهن. الله تعاليٰ اسباب کان سواءِ بہ مسبب کي پيدا فرمائيندو آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام جو هٿ گريبان ۾ وجهڻ سان چمڪڻ لڳندو هو ۽ ان کي هي ڏيکاريو ويو تہ جنهن نور کي تون آسمان مان طلب ڪري رهيو هئين اهو تنهنجي گريبان ۾ بہ موجود آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام کي گريبان مان نور عطا ڪرڻ ۾ هي تنبيهہ بہ مقصد هئي تہ بلند آسمان بہ انسان جي قوت مدرڪہ عقل ڪامل جو عڪس يعني تابع آهي. ان مان انسان جي افضيلت آسمانن تي ثابت ٿئي ٿي. ڪن حديثن ۾ آهي تہ اول ما خلق الله العقل "سڀ کان پهرين الله تعاليٰ عقل کي پيدا ڪيو." عقل مان مراد عقل ڪامل آهي جيڪو معرفتِ الاهي جو درجو آهي. عقل ڪامل جي افضيلت جيتري قدر سمعي آهي اها تہ ظاهر آهي ۽ ان جو ڪشفي حصو اهلِ قال جي سمجھ کان ٻاهر آهي ڇاڪاڻ تہ انهن جي ۽ اهلِ قال جي سمجھ جو مثال عنقا ۽ مک جهڙو آهي. انهيءَ ڪري اُن بحث کي ختم ڪري فقير ۽ خزاني جو قصو شروع ڪرڻ گهرجي.

**فقير جي قصي جي تڪميلءِ ان خزاني واري جڳھ جي خبر پوڻ**

اندراں رُقعہ نوشتہ بود ایں
کہ برونِ شہر گنجے داں دفیں

ترجمو: "ان پرچي ۾ هيءُ لکيل هو تہ شهر جي ٻاهران هڪ خزانو مدفون سمجھ."

ردي وڪڻندڙ جي دڪان تان مليل پرچي ۾ لکيل هو تہ شهر جي ٻاهران هڪ خزانو دفن ٿيل آهي، فلاڻو قبو جنهن ۾ مزار آهي جنهن جي پُٺ شهر ڏانهن ۽ اڳيون حصو جهنگ طرف آهي، تون ان ڏانهن پُٺ ڪر ۽ منهن قبلي ڏانهن ڪر، پوءِ زور سان تير هلاءِ، اي محبوب! جڏهن تون ڪمان مان تير اُڇلائين ۽ جنهن جاءِ تي تير ڪري اها جڳھ کوٽ، پوءِ تير ڇڏيائين. هو خوشيءَ مان بيلچو ۽ ٽيڪم کڻي آيو هو، جنهن جاءِ تي تير ڪريو ان جاءِ تي کوٽڻ لڳو، کوٽيندي کوٽيندي ٿڪجي پيو، بيلچو ۽ ٽيڪم مُڏا ٿي ويا. هو روزانو تير اُڇلائيندو ۽ تير ڪرڻ واري جاءِ کوٽيندو رهيو پر خزاني جو ڪو نشان نہ مليو. جڏهن ماڻهن ڏٺو تہ هي شخص روزانو اهو ڪم ڪري ٿو تہ تڏهن ماڻهن ۾ ڳالهيون شروع ٿي ويون.

**ان خزاني جي خبر بادشاھ تائين پهچڻ**

ہر کسے در گفتگوے او فتاد
کانے چنیں بازی نباشد در نہاد

ترجمو: ”هر شخص هڪڙي ڳالهه چوڻ لڳو تہ اهڙي راند (ڪنهن جي) طبيعت ۾ ڪونہ هوندي آهي.“

مطلب تہ هن جو ڪم ڪا راند نہ آهي، ان ۾ ڪو خاص راز آهي. سندس ڪيترائي حاسد پيدا ٿي ويا. ماڻهن ڪي جستجو مان پتو پئجي ويو تہ اهو خزاني جي تلاش ۾ آهي ۽ سندس هٿ ۾ ڪو ”گنج نامہ“ آيو آهي. حاسدن بادشاهہ کي وڃي چيو. جڏهن ان فقير ٻڌو تہ بادشاهہ تائين خبر پهچي ويئي آهي تہ هن ڪان پهريان جو گنج نامو بادشاهہ کي ڏيڻو پوي پرچو پنهنجي خوشيءَ سان بادشاهہ جي اڳيان رکيائين. بادشاهہ کي هيءُ ٻہ چيائين تہ جڏهن کان اهو گنج نامو مليو آهي روزانو ڪوتائي ڪريان ٿو پر تڪليف ڪان سواءِ هن وقت تائين ڪجهہ حاصل ڪونہ ٿيو آهي. جيڪڏهن خزانو ملي وڃي ها تہ ان مان واپار ڪرڻ ۾ مون کي نفعو ۽ نقصان پهچي سگهي ها. ٿي سگهي ٿو تہ توهان جو ڀاڳ ان ڪاڻ تان پردو هٽائي ڇاڪاڻ تہ توهان جنگ ۽ قلعن جا فاتح آهيو. ڇهن مهينن تائين بادشاهہ تير اندازي ڪندو ۽ زمين کوٽائيندو رهيو بادشاهہ هر جڳهہ تان تير انداز گهرائيندو رهيو ۽ تير ڪرڻ واري جاءِ تي خزانو تلاش ڪندو رهيو پر پريشاني، غم ۽ بيهوده گوئي ڪان سواءِ ڪجهہ ڪونہ مليو.

**خزانو نہ ملڻ تي بادشاهہ جو نااميد ٿيڻ**

*چوں تعویق آمد اندر عرض وطول*
*شاه شد زاں گنج دل سیر و ملول*

ترجمو: ”جڏهن هر جاءِ رڪاوٽ آئي تہ بادشاهہ جي دل ان خزاني مان پرجي ويئي ۽ پريشان ٿي ويو.“

جڏهن خزاني ملڻ ۾ گهڻي تاخير ٿي تڏهن بادشاهہ رنجيده ٿي ويو. جهنگ ۾ بادشاهہ گز گز تي کوهہ کوٽايو پر ڪجهہ ڪونہ مليو پوءِ دردمند فقير کي گهرائي ڪاوڙ مان اهو پرچو اُن جي اڳيان اُڇلايائين ۽ چيائين تہ هي پرچو کڻ، هن جو ڪو نشان نہ آهي. جيئن تہ توکي ٻيو ڪو ڪم نہ آهي انهيءَ ڪري اهو بيڪار ڪم ڪندو رهہ. هي ان جو ڪم نہ آهي جنهن کي ڪو ڪم هجي. اصل مقصد حاصل نہ هجي تہ بيڪار ڪم ۾ دل ڪونہ لڳندي آهي.

خزاني جو ڪنڻ تہ اهڙي ڇريائي آهي جيئن ڪو لوهہ مان گاهہ ڦٽائڻ چاهي. توکي ڏک ڪونہ ٿيندو ڇاڪاڻ تہ توکي ٻيو ڪو ڪم ڪونہ هو. بادشاهہ جي جستجو ۽ ڳولا عقلي هئي انهيءَ ڪري اهو مايوس ٿي ويو. پر ان فقير جي جستجو عشق جي بنياد تي هئي اهو مايوس نہ ٿيو. عشق بي پرواهہ آهي ۽ عقل فائدي ڏانهن ڊوڙندو آهي. عشق پنهنجي هر شيءَ لٽائيندو آهي ۽ ننگ ۽ ناموس جي پرواهہ ڪونہ ڪندو آهي. جنڊ جي هيٺين پڙ وانگر مصيبتون برداشت ڪندو آهي. ڊنجي ويندو آهي ڪڏهن مُنهن ڪونہ موڙيندو آهي. اهو مقصود جوئي کي فنا ڪري چُڪو آهي پاڪباز آهي. ان جا ڪم غرض ڪان خالي آهن جيئن الله تعالىٰ جا ڪم غرض ڪان سواءِ آهن. الله تعالىٰ ان کي وجود بغير ڪنهن غرض جي عطا ڪيو آهي. ۽ اهو بہ پنهنجو وجود الله جي حضور ۾ بغير ڪنهن غرض جي پيش ڪندو آهي اصل جوان مردي اهائي آهي تہ بغير ڪنهن غرض جي ڏيڻ هجي. اهڙي طرح جي جوان مردي ملت جي ظاهر پرستن ۾ ڪونہ هوندي آهي. ظاهر پرست مذهبي انسان عبادت ثواب حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪندو آهي. دوزخ ڪان ڇوٽڪاري جي لاءِ ڪندو آهي بي غرض ماڻهو فقط ذاتِ خداوندي تي قربان آهن. اهي نہ خدا کي آزمائيندا آهن ۽ نہ نفعي ۽ نقصان جو خيال ڪندا آهن.

**بادشاهہ جو نااميد ٿي گنج نامہ واپس وٺڻ:**

*چونکہ رُقعہ گنج پر آشوب را*
*شہ مسلم داشت آں مکروب را*

ترجمو: هاٿي ان پر فتنه خزاني جو پرچو بادشاهه ان مصيبت زده جي حوالي ڪري ڇڏيو.“

جڏهن بادشاهه ان کي پرچو واپس موٽائي ڏنو ته هاٿي اهو هر طرح سان مطمئن ٿي ويو ۽ وري پنهنجي ڏُن ۾ لڳي ويو. ان پرچي جي ڪري ڪوٺائي جون مصيبتون بادشاهه به برداشت ڪيون هيون هاٿي دشمنن کان صوفي مطمئن ٿي ويو ۽ پنهنجي شوق ۾ هليو ويو. عشق درد، غم ۽ الم کي دوست بنائيندو آهي جيئن ڪُتو خود پنهنجي زخم جو علاج ڪندو آهي، اهڙي طرح عاشق پنهنجي عشق ۾ ٻئي جو سهارو ڪونه ڳوليندو آهي. عشق جو ڪو ساٿي نه آهي نه وري ڪو ان جو محرم راز هوندو آهي. ڪا عقل جي ڳالهه ڪونه سوچيندو آهي ڇاڪاڻ ته عقل کي ان جي ڪمن جي ڪا خبر ڪونه هوندي آهي. طب ۾ عام چرين جو علاج آهي عشق جي چريائي ۾طب ڪا رهنمائي نٿي ڪري. هيءَ ته اها بيماري آهي ته جيڪڏهن طبيب کي به لڳي وڃي ته اهو رت جي ڳوڙهن سان طب جي ڪتابن کي ڌوئيندو. سيئي عقلي طب عشق جي معاملي ۾حيران آهن. سيني معشوقن جو چهرو ان عشق جو برقعو آهي جنهن ۾ جمالِ عشق لڪل آهي ۽ صورت پرست انهن صورتن کي مقصد سمجهي وٺن ٿا ۽ انکي پنهنجو رفيق بنائڻ چاهين ٿا حالانڪه عشق جو ڪو رفيق نه آهي. جڏهن ته عشق جو ڪو رفيق نه آهي ته پوءِ ڪنهن ٻئي ڏانهن رفاقت جي نظر سان نه ڏس. تون خودئي پنهنجو رفيق آهين. هن فقير دل ڏانهن توجه ڪري دعا شروع ڪئي. دعا هن لاءِشروع ڪئي ڇاڪاڻ ته اهو ڄاڻي ٿو ته انسان جي ڪوشش ئي ان جي ڪم ايندي آهي. گنج نامه ڪونه مليو هو تڏهن به اهو دعا گهرندو هو. هاٿي ته انکي بشارت به ملي ويئي هئي، دعا جي قبوليت جي بشارت به ڪونه ملي هئي پر دل سان دعا گهرندو هو ۽ لبيڪ جو مخفي آواز ٻڌندو هو يعني سمجهندو هو ته دعا جي توفيق خدا جي قبوليت آهي. جڏهن ته دف کان سواءِ ان جو رقص هو (يعني بشارت کان سواءِ دعا ۾ مصروفيت هئي) ته هاٿي ڇو نٿي ٿئي. ڪيس غيبي آواز پرچي جي بشارت ڪونه ڏني هئي پر اهو قبوليت سان پر اميد هو جڏهن ان جي اميد الله تعاليٰ ڏانهن ئي اُن کي دعوت ڏيندي هئي ته سندس سڀ ٿڪاوٽون دور ٿي وينديون هيون. ان فقير جو روح ائين هو جيئن پاليل ڪبوتر آهي. ان کي سڏڻ جي ضرورت ڪونه هوندي آهي جنهن شخص جو روح ان فقير جي روح وانگر آهي جيڪڏهن توهان ان کي پنهنجي دربان مان هٽائيندا ته به اهي توهان جي صحبت ترڪ ڪونه ڪندا. جيڪڏهن بنان سبب جي پڇائين ته به رنجيده دل نه ٿيندا. جيئن ته انهن روحن کي توهانجي صحبت مان غذا ملي ٿي انهي، ڪري اهي ان جا شيدائي آهن. جيڪڏهن ڪنهن وقت اهو روح منڪر ٿيندو آهي يعني تقاضا ۽ عشق و محبت جي ادائيگي ۾ ڪوتاهي ڪندو آهي ته عشق جي امڙ وري باهه ڀڙڪائي ڇڏيندي آهي. عشق جي امڙ بار بار پنهنجو ڪينو ڪندڙ آهي. عشق جو چوڪيدار چوي ٿو ته چند يعني محبوب ڏانهن رجوع ڪر. عشق مان خود عشق مراد ورتو وڃي ۽ شاهه عشق مان محبوب مراد آهي. آئون ضياء الحق جي پنجري جو ڪبوتر آهيان. ڪبوتر جي مستي وانگر اُڏامان ٿو آئون عشق جو جبرئيلؑ آهيان ۽ تون منهنجو سدره المنتهيٰ آهين، آئون بيمار آهيان تون عيسيٰ بن مريم آهين. پنهنجي فيوض ۽ برڪتن جي سمنڊ کي جوش ڏي ۽ مون بيمار جي چڱي پرسش ڪر. حديث شريف ۾ آهي ته من ڪان لله ڪان الله له ”جيڪو خدا جو ٿي ويو خدا ان جو ٿي ويو“. جيستوڻيڪ توکي اهو مرتبو حاصل نه آهي. آئون التجا ۽ زاري ڪري رهيو آهيان هي به ان جو عطيو آهي ۽ هي ان درد جو ٿورو اظهار آهي. جهڙي طرح بانسريءَ جا ٻه مُنهن هوندا آهن هڪ وڄائڻ واري جي وات ۾ ۽ ٻيو ٻڌندڙن ڏانهن هوندو آهي ۽ جيڪي ڪجهه ٻڌندڙ ٻڌندا آهن اهو هوندو آهي جيڪو وڄائڻ واري جو وات ان جي مُنهن ۾ ڦوڪيندو آهي. اهڙي طرح منهنجيون دانهون به ان محبوب جو فعل آهي جيڪو صاحب نظر آهي. اهو ڄاڻي ٿو ته منهنجي اها دانهن منهنجي نه آهي پر اهو محبوب مون کان ڪرائي رهيو آهي. اهو بانسريءَ جو جيڪي ڪجهه نوحو آهي اهو ڦوڪڻ واري جو اثر آهي. السلطان ينصرف في ملكه كيف يشاء بادشاهه پنهنجي ملڪيت ۾ جهڙي طرح چاهيندو آهي تصرف ڪندو آهي. جيڪڏهن اها دانهن ۽ ڪوڪ محبوب جي طرفان نه هجي ته ان ۾ ايتري قدر جذب

ڪونہ هجي ها ۽ اها دنيا ڪي ڪنڌ سان ڪونہ پري ها. اي ضياء الحق! توهان رات جو عشق جا هم آغوش هئا تڏهن تہ توهان ۾ايتري قدر جوش و خروش آهي. حضور ﷺ جو ارشاد آهي تہ ابيت عند ربي يطعمني و يسقيني ”آئون پنهنجي رب وٽ رات گذاريان ٿو اهو مون کي کارائي ٿو ۽ پياري ٿو. يعني پاڻ سڳورن ﷺ کي رات ۾ وصال حق ميسر آيو آهي. هن جي باوجود جو پاڻ سڳورن ﷺ پاڻ کي درياءَ عشق ۾ وڌو پوءِ بہ پاڻ زندهہ آهن. معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ سڳورن ﷺ سان حضرت ابراهيم عليه السلام وارو معجزو پيش آيو آهي. جڏهن تہ توهان جي جوش ۽ خروش مان گهڻا مستفيض ٿي رهيا آهن. تہ چند حاسدن جي سج تي مٽي وجهڻ سان سج جي روشني لِڪي نٿي سگهي. توهان ۾ جيڪي ڪمال آهن جيڪڏهن ڪو انهن کي ٻڌڻ جي صلاحيت رکندو هجي تہ آئون انهن جي ڪري مان هڪ جَوَ جيترو بيان ڪري سگهان ٿو. حضرت علي رضي الله عنه جي باري ۾مشهور آهي تہ جڏهن اهو ڪن رازن جي لِڪائڻ کان عاجز ٿي ويندو هو ۽ ڪو همراز ڪونہ ملندو هوس جنهن کي ٻڌائي هلڪائي ڪري تہ پوءِ کوهہ ۾ منهن ڪري اهي راز چوندو هو. جڏهن ٻاهر دشمن ئي دشمن هجن تہ پوءِ کوهہ ئي بهتر آهي ان سان جان تہ بچيل رهندي پر هاٿي منهنجي ڪيفيت هي آهي جو مستيءَ جي زيادتيءَ جي ڪري رازن کي لڪائڻ جي طاقت نہ آهي، انهي ڪري هاٿي آئون علي الاعلان راز چوندس. هڪ توجہ اچان وجهو پوءِ منهنجي مستيءَ جو شان ڏسو. جيتوڻيڪ فقير جو قصو خزاني ملڻ تائين آئون پورو نہ ڪري سگهيو آهيان ۽ اهو خزاني جو منتظر آهي پر مون تي شراب جي مستي طاري آهي هاٿي مونکي انجي جاءِ جي تلاش جي فرصت نہ آهي. هاٿي آئون فقير جي ڪا مدد نٿو ڪري سگهان. اهو فقط خدا جي پناهہ وٺي، ڇاڪاڻ تہ مون کي ان سند جي پرواهہ نہ آهي جنهن ۾خزاني جي ڳالهہ لکيل هئي. آئون پنهنجو پاڻ کي فراموش ڪري چڪو آهيان تہ پوءِ پرچي جي مون کي ڪهڙي پرواهہ آهي؟ جيڪوشراب ايتري قدر صاف آهي جوان ۾ وار بہ نظراچي ٿو ان شراب ڪانپوءِ انسان ۾ تڪبر ۽ مرتبي جي محبت بلڪل ڪونہ رهندي آهي. تڪبر ۽ غرور جي ازالي جو اهوئي علاج آهي تہ انسان عشق جو شراب پيئي. جيئن تہ اهو خواجہ شراب عشق کان خالي آهي ۽ ان جي مستي جي خلاف مچون وٽي ٿو يعني فخر ڪري ٿو پر ان جي انهي فعل جو نقصان ان کي ئي پهچي ٿو ۽ اهو خود پنهنجي ڏاڙهي پٽي ٿو. هاٿي ان خواجہ کي ڌمڪائيندي سمجهائيندي چوي ٿو تہ چڱو جيڪڏهن تون اسان فقيرن سان تڪبرڪرين ٿو تہ ڪندو رهہ. اسان کي ان جو ڪو نقصان ڪونہ پهچندو، اسين ان تڪبر جي مڪارين کان واقف آهيون. توکي لامحالہ پنهنجي ان غرور جو خميازو (ڪيتو) پوڳڻو پوندو. تون ان جي سزا کي في الحال ڏسي نہ رهيو آهين پر اسان کي اها نظر اچي رهي آهي. سزا ۽ تڪبر جا بدنتيجا جيڪي تون سو سالن ڪانپوءِ ڏسندين اسانکي هاٿي کان ئي نظر اچي رهيا آهن. عوام جنهن شيءَ کي آئيني ۾ ڏسي ٿو شيخ ان کي ڪچي سر ۾ ڏسندا آهن جنهن تي معمولي روشني بہ ڪونہ هوندي آهي. گهرجي اندرين شيءَ جيڪا وڏو ڪونہ ڏسندو آهي ٻار ان کي ڏسي وٺندو آهي. محرمي جا لڪل عضوا وڏي عمر جا انسان نٿا ڏسي سگهن ٻار ڏسي وٺندا آهن. پر مغرور کي خطاب آهي تہ تون عاشق زاده آهين، آدم عليه السلام جو اولاد آهين تنهنجي ماوىٰ ۽ ملجا درياءِ عشق آهي تون ڪڪ وانگر غرور ۽ تڪبر ۾ چو مبتلا آهين، تون ڪڪ نہ آهين موتي آهين. موتي جو تعلق دريا سان آهي. اڳ ۾ بزرگ رومي رحمه الله الله تعالىٰ کي سمنڊ سان تشبيهہ ڏني هئي ۽ ان سمنڊ جي لاءِ موتي مڇي ۽ موج ثابت ڪئي آهي. ان مان شبها پيدا ٿين ٿا. انهن جو ازالو ڪري ٿو تہ خدا بحر تہ آهي پر اهو اهڙو بحر وحدانيت آهي نہ ان کي فرد چئي سگهجي ٿو نہ روح يعني اهو ڪنهن عدد سان متصف نٿو ٿي سگهي. امام اعظم رحمه الله جو مقولو آهي تہ الله واحد ليس وحدته ڪوحدة الاعداد بل بمعنىٰ انه لاشريڪ له ”خدا واحد آهي پر ان جي وحدت انگن جي وحدت نہ آهي پر ان جي معنىٰ هيءَ آهي تہ ان جو ڪو شريڪ نہ آهي.“ ان سمنڊ جا موتي مقرب ملائڪ آهن ۽ ان جي مڇي، عاشق آهن. جن جو وجود ساڳيو حق جو وجود آهي. ان سمنڊ جو ڪو شريڪ نہ آهي، اتي موجود بہ عين ذات آهي. لاموجود الاالله ”الله کان سواءِ وجود مستقل سان ڪو متصف نہ آهي ٻاڏو

جنهن کي هڪ شي ٻه ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ياد رک ته وجود واجب کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي وجود مستقل سان موصوف مڃڻ ته شرڪ آهي پر صوفين وٽ ان عقيدي کان سواءِ ڪنهن سان اهو معاملو ڪرڻ جيڪو وجود مستقل سان ڪيو ويندو آهي اهو به شرڪ آهي. ٻاڏي کي وجود جي وحدت سمجهائڻ مشڪل آهي انهي ڪري آئون ان کي ڪجھ نٿو چوان. مجبوراً سمجهائڻ جي لاءِ متڪلمين کي چوٽو پوي ٿو ته موجودات کان صانع جي وجود کي سمجهو. حالانڪ ممڪنات جو وجود وجود ئي نه آهي. الله تعاليٰ جي وحدت وصف يعني بيان لفظي ۽ خيالي يعني تصور کان بالاتر آهي. هاٿي جيڪڏهن ان کي سمجهائيندا ته لامحاله ٻيائي پيدا ٿيندي. هاٿي يا ته اُن ٻاڏي وانگر ان ٻيائي کي گوارا ڪريو ورنه خاموش رهو يا ائين ڪريو ته جڏهن صاحب باطن ملي ان کي سمجهائي ڇڏيو ورنه خاموشي اختيار ڪريو. جڏهن راز دار ملي ته ان سان توحيد عارفين جي ڳالھ ڪندو ڪر، اهو محرم بمنزلہ گل جي آهي ان جي اڳيان بلبلن وارا نعرا نه هڻ. جڏهن تون غير عارف کي ڏسين تڏهن ائين سمجھ ته اهو ڪا ڪلي آهي جيڪا مڪر ۽ مجاز سان ٻريل آهي. تون منهن بند مٽ وانگر ٿي وڃ ۽ چپ نه چور. اهو اسرارن جو دشمن آهي جيڪو تو کي ستائيندو پر جيڪڏهن اهو اسرارن جي اظهار کان سواءِ به ستائي ته ان جي ايذاءُ رسائي جي ڪري تون ان کي ايذاءُ نه پهچاءِ. صبر ڪر ان ۾ تنهنجو فائدو آهي. تنهنجي دل ۾ صفائي پيدا ٿيندي. نمرود جي باھ حضرت ابراهيم عليه السلام جي دل کي وڌيڪ صاف ڪري ڇڏيو. حضرت نوحؑ کي قوم ستايو ته ان جا روحاني مرتبا اچا وڌي ويا.

**شيخ ابوالحسن خرقاني قدس سره جي مريد جو قصو**

هن حڪايت ذريعي اهو ٻڌايو ويو آهي ته شيخ ابوالحسن خرقانيؒ کي زال جون تڪليفون برداشت ڪرڻ سان وڏا مرتبا حاصل ٿيا.

رفت درویشے ز شہر طالقاں
بہرصیت بوالحسن تا خارقان

ترجمو: ”هڪ درويش طالقان شهر مان روانو ٿيو. ابوالحسن خرقانيؒ جي شهرت جي ڪري طالقان کان خارقان روانو ٿيو.“

شيخ جي ديدار لاءِ سچائي ۽ نيازمندي سان جبل ۽ ٻري جا پنڌ طئي ڪيائين. رستي ۾ جيڪي ان ظلم ۽ ستم ڏٺا اهي جيتوڻيڪ بيان ڪرڻ جي لائق نه آهن پر آئون ڳالھ کي مختصر ڪريان ٿو. جڏهن اهو جوان رستو طئي ڪري منزل تي پهتو ته هُن شيخ جي گهر جي پُڇا ڪئي. گهر جي دروازي جو ڪڙو ڪڙڪايائين. گهر مان شيخ جي زال منهن ٻاهر ڪڍيو ۽ چيائين ته اي صاحب ڪرم! تون ڇا چاهين ٿو؟ همراه چيو ته زيارت جي ارادي سان آيو آهيان. زال ٺهڪ ڏنو ۽ چيائين واه واه! پنهنجي ڏاڙهي ڏس، ان جي هوندي اها بيوقوفي، توکي پنهنجي گهر ۾ ڪم ڪونه هو جو هي بيهودو سفر اختيار ڪيو اٿئي. يا ته توکي بيوقوفن وانگر آواره گردي پسند آهي يا توکي وطن ۾ تڪليف آهي يا شيطان ٻيانو رکي ڇڏيو اٿئي ۽ توتي سفر جي وسوسي جو دروازو کولي ڇڏيو اٿس. ان عورت نامناسب، فحش ۽ لغو ڳالهيون ڪيون، انهن جو نقل ڪرڻ به گستاخي آهي. اهي ڳالهيون ٻڌي مريد غم جي کڏ ۾ ڪري پيو.

**شيخ جي زال جو مريد کي نامناسب جواب ڏيڻ**

اشکش از دیدہ بجست و گفت او
باہمہ آں شاہ شیریں نام کو

ترجمو: ”سندس اکين مان ڳوڙها وهي پيا ۽ ان جي باوجود هُن چيو اهو نالي منو ڪٿي آهي.“

شيخ کي بري ڀلي چوڻ سان اهو مريد روئي پيو ۽ چيائين ته بهرحال اهو بڌاءِ ته شيخ ڪٿي آهي. ان شيخ جا برا لقب ذڪر ڪري پوءِ چيو ته جيڪڏهن تون ان کي نه ڏسين ته ان ۾ تنهنجو خير آهي. اهو مڪار، رياڪار، ڪمالن کان خالي بيوقوفن جو چار آهي. تو جهڙا لکين بي وقوف ان جي ڪري سرڪشيءَ ۾ مبتلا آهن. شيخي باز، لالچي ۽ پيٽوڙي آهي. ان جي دهل جو آواز ملڪن ۾ پهچي ويو آهي. ان جا مريد به اهي اسرائيلي آهن جيڪي ڳابي کي پوڄڻ لڳا هئا. جيڪو شخص ان جو مريد ۽ معتقد آهي اهو رات جو مردار وانگر سُتو پيو هوندو آهي ۽ ڏينهن جو به ان کي ڪو ڪم نه آهي. سيئي صوفي اهڙا ئي هوندا آهن جو علم ۽ ڪمال کي ڇڏي ڪري چوندا آهن ته اهو هڪ باطني حال آهي. علماءِ حق ڪٿي آهن؟ جي هاٿي ڳابي پوڄارين جي خونريزي ڪن. انهن صوفين رسولِ اڪرم ﷺ ۽ صحابه جي سنت کي مِٽايو، روزي ۽ نماز کي ختم ڪيو، انهن ماڻهن شريعت ۽ تقويٰ کي پس پشت اُڇلايو. هن وقت حضرت عمر رضي الله عنه جهڙي شخصيت جي ضرورت آهي ڇاڪاڻ ته حرام کي حلال هن جماعت ڪري ڇڏيو آهي ۽ هر آواره کي موڪل ملي ويئي آهي.

**مريد جو جواب ڏيڻ ۽ ان طعنه زن عورت کي ڪفر ۽ بيهودگيءَ کان جهڙڪڻ**

بانگ زد بروے جوان وگفت بس
روزِ روشن از کجا آمد عسس

ترجمو: ”نوجوان ڪيس ڇند پٽيندي چيو: بس ڪر، روشن ڏينهن ۾ رات جو چوڪيدار ڪٿان آيو!“

مطلب ته شيخ کي روشن ڏينهن ۽ زال کي رات جي چوڪيدار سان تعبير ڪيائين. تون بزرگن ۽ صوفين کي برو چئي رهي آهين، حالانڪ انهن جو شان هي آهي جو مشرق ۽ مغرب انهن جي نور سان منور آهن. انهن جي عظمت جي اڳيان آسمان جو سِر جهڪيل آهي. انهن ۾ جيڪو نور آهي سڄ ۾ ڪٿي آهي. جڏهن منهنجو اهو عقيدو آهي ته پوءِ تو شيطان جي ٽيڙائڻ سان آئون هن شيخ جي در کي ڪٿي ڇڏي سگهان ٿو. آئون هوائي ڳالهيون ٻڌي ڪونه آيو آهيان. انهيءَ ڪري تنهنجيون گاريون مون کي هن بارگاه مان موٽائي نٿيون سگهن. تو ان جي مريدن کي ڳابو پوڄڻ وارو چيو آهي، تون ٻڌ، شيخ ۾ جيڪو نور آهي، اهو حق جو نور آهي جيڪڏهن اهو ڳابي ۾ نمودار ٿي وڃي ته ڳابو قبلو بڻجي وڃي ۽ جيڪڏهن اهو نور قبلي مان گم ٿي وڃي ته پوءِ ان کي سجدو ڪرڻ ڪفر ۽ بت پرستي بڻجي وڃي. تو چيو آهي ته هن گروه مان اباحت پيدا ٿي آهي ته سمجهه ته اباحت جا ٻه قسم آهن: هڪ اباحت اها آهي جنهن کي اهل ڪلام اباحت چون ٿا يعني حرام کي حلال سمجهڻ. اهو نفساني خواهش سان پيدا ٿيندو آهي ۽ گمراهي آهي. هڪ اباحت اها آهي جيڪا غلبه حال سان پيدا ٿيندي آهي، جيئن سماع ۽ وجد، اهو خدا جي طرفان آهي ۽ ڪمال آهي.

حضور ﷺ فرمايو ته مون سان به هڪ شيطان آهي پر الله تعاليٰ ان جي برخلاف منهنجي مدد ڪئي آهي ۽ اهو مسلمان ٿي ويو آهي. اهڙي نور وارو عشق جو مظهر آهي ۽ خدا جو محبوب ۽ ملائڪن کان افضل آهي. حضرت آدم عليه السلام کي ملائڪن کان سجدو ڪرائڻ ان فضيلت جو بيان آهي. مفضول افضل کي سجدو ڪندو آهي، تون خدائي شمع کي ڦوڪ ڏيئي رهيو آهين، تون به سڙي ويندين ۽ تنهنجو مٿو به سڙي ويندو. ڪُتي جي وات سان دريا ڪڏهن ناپاڪ ٿي سگهي ٿو؟ سڄ ڦوڪ سان ڪڏهن اُجهامي سگهي ٿو؟ جيڪڏهن تون ظاهر تي حڪم لڳائين ٿي ته ٻڌاءِ ان روشنيءَ کان وڌيڪ ظاهر ڇا آهي؟ جيڪڏهن تون شيخ جي باطني اوصافن کي نٿي ڏسي سگهين ۽ ظاهر تي حڪم لڳائين ٿي ته تون ٻڌاءِ ان ظاهر کان وڌيڪ ڪنهن جو ظاهر روشن آهي؟ سيني انسانن جا ظاهر عمل شيخ جي عملن جي مقابلي ۾ هيچ آهن. تو جهڙين چمڙن جي ڪري شيخ جهڙو سڄ معدوم نٿو ٿي سگهي. روح جي درياءَ جون موجون طوفانِ نوح عليه السلام جي موجن کان تيز هونديون آهن، انهن کان ڊڄندي رهه! حضرت نوح عليه السلام جي پٽ ڪنعان

حضرت نوح عليه السلام ۽ ان جي ٻيڙي کي ڇڏي ڪري چيو تہ سَاٰوِيۡۤ اِلٰى جَبَلٍ يَّعۡصِمُنِىۡ (هود:43) ”آئون جبل تي نِڪاٽو بنائيندس.“ اهو مون کي محفوظ رکندو. هڪ معمولي موج آئي ۽ ان ڪنعان ۽ جبل کي ٻوڙي ڇڏيو. ڪُتن جي ڀونڪڻ سان چنڊ پنهنجي روشني نٿو ڇڏي. رات جا مسافر چنڊ جي روشنيءَ جو فائدو وٺي سفر ڪندا رهندا آهن. ڪُتن جي ڀونڪڻ سان اهي نٿا رڪجن. عارف باالله شريعت ۽ تقويٰ جو خلاصو هوندو آهي. ان کي جيڪا خداوندي معرفت حاصل ٿي آهي اها تقويٰ جو نتيجو آهي. زهد ۽ تقويٰ پوک جي ڪوشش وانگر آهي ۽ معرفتِ خداوندي ان پوک جو ڦَٽڻ آهي. عملِ صالح ۽ عقيدو جسم وانگر آهن ۽ ان جي پوکي يعني عمل ۽ عقيدي جي جان سنگ ڪڍڻ ان جو لاٻارو (معرفت) آهي. امربالمعروف بہ آهي ۽ معروف بہ آهي. اهو رازن جو کولڻ وارو بہ آهي ۽ راز بہ اهو آهي. تو چيو تہ حضرت عمر رضي الله عنه ڪٿي آهي جيڪو ٻلائي جو حڪم ڏي يعني شيخ ۾ ٻلائي نہ آهي. تون سمجھ تہ اهو مجسم امر بالمعروف ۽ خود ٻلائي آهي ۽ ان جي باطن جو حال هي آهي تہ اهو ڪاشفِ اسرار آهي ۽ خود مجسم اسرار آهي يعني شيخ ظاهراً ۽ باطناً مڪمل آهي. اهو دنيا ۾ بہ اسان جو بادشاهہ آهي ۽ آخرت ۾ بہ اهو ڪل آهي ۽ اهو مغز آهي، انهيءَ ڪري اسين ان جا غلام آهيون. شيخ مجسم شريعت آهي جيڪڏهن اهو اناالحق چوي ۽ ظاهربينن وٽ حد تجاوز ڪري وڃي ۽ ان جي ڪري ظاهر بين ڪاوڙ ۾ مبتلا آهن تہ اهو بہ خلاف شرع نہ آهي. جڏهن ٻانهي جي هستي ان جي ذهن مان فراموش ٿي ويئي تہ پوءِ خود ڪونہ رهيو. هاڻي خدا کان سواءِ ڪجھ ڪونہ رهيو. جيڪڏهن تنهنجي حقيقت بين اک آهي تہ غور ڪر. جيڪڏهن هاڻي بہ ڪو اناالحق تي اعتراض ڪري تہ اهو آسمان ڏانهن ٿُڪڻ آهي، جنهن جي برائي خود ان تي پوندي. اهڙن بزرگن جي تڪفير ڪرڻ وارو خود ڪفر ۾ مبتلا آهي ۽ اهڙن ماڻهن تي خدا جي ٺُڪ قيامت تائين رهندي، جهڙي طرح ابولهب جي باري ۾ سوره تبت جي بددعا وسي رهي آهي. جڏهن تہ شيخ بادشاهہ آهي ۽ بادشاهہ نغاري ۽ جهنڊي جو مالڪ هوندو آهي تہ ان کي پيٽو اهو ئي چوندو جيڪو خود ڪتو هوندو. جڏهن شيخ ۾ نورِ حق آهي تہ زمين ۽ آسمان ان جا غلام آهن ۽ ڪائنات جي بقاء ان جي طفيل آهي يعني اهو، اهو نور آهي جيڪو حضور صلي الله عليه وسلم ۾ هو، جنهن جي بنياد تي الله تعاليٰ فرمايو هو تہ جيڪڏهن تون نہ هجين ها تہ آئون زمين ۽ آسمان کي پيدا نہ ڪريان ها ۽ شيخ کي اهو ئي نور حاصل ٿيو آهي تہ هاڻي سڄو جهان ان جو طفيلي آهي ۽ اهو بہ الله تعاليٰ جي ان فرمان جو مصداق آهي. جيئن تہ منجهس اهو نور آهي جو جيڪڏهن اهو نور نہ هجي تہ زمين آسمان نہ هجن ها. انهيءَ ڪري آسمانن جي گردش ۽ انهن جو نور ان جي ملائڪن جو مقام هجڻ، سمنڊ ۾ مڇي ۽ موتي، زمين ۾ خزانا ۽ ٻاهر جون جڙي ٻوٽيون سڀ ان جي طفيل آهن. رزق خوارن جو رزق ۽ ميون جي لاءِ برسات سڀ ان جي طفيل آهي. فقيرن کي جيڪو صدقي ڏيڻ جو حڪم آهي ان ۾ هي عجيب ڪرم آهي تہ فقيرن ۽ بزرگن جي مهابي اسان کي دولت ملي آهي تہ گويا اها دولت انهن اسان کي عطا ڪئي آهي. هاڻي اسان کي چيو وڃي پيو تہ جن ماڻهن توهان کي صدقو ڏنو آهي تون انهن کي صدقو ڏي. تنهنجو سڀ سون ۽ ريشم فقيرن جي ڪري آهي. اي فقير! تون مالدار کي زڪواة ادا ڪر، ان حڪم جو مطلب هي آهي تہ اسان فقيرن کي چيو وڃي پيو تہ تون غني يعني فقير ۽ شيخ کي صدقو ڏي.

شيخ جا فخر ۽ فضائل بيان ڪرڻ ڪانپوءِ عورت کي چيڻيڻ شروع ڪريائين تہ تو جهڙي عورت ان شيخ جي گهر ۾ آهي. اهو تہ ائين آهي جيئن حضرت نوح عليه السلام جي گهر ۾ ڪافر عورت هئي. توکي شيخ سان نسبت آهي ورنہ تنهنجي گستاخي تي توکي ٽڪرا ڪري ڇڏيان ها ۽ نوح عليه السلام صفت شيخ کي توکان ڇوٽڪارو ڏياريان ها. جيڪڏهن تنهنجي قتل ڪرڻ تي مون کي بدلي ۾ قتل ڪيو وڃي تہ منهنجي لاءِ باعثِ شرف ٿيندو. مجبوري اها آهي تہ توکي شيخ سان نسبت آهي، وڃي دعا ڪر جو تون ان در جي ڪُتي آهين، انهيءَ ڪري منهنجي هٿان بچي وئينءَ ورنہ مون کي جيڪي ڪجھ ڪرڻو هو ڪري ڇڏيان ها!

**شيخ جي گهر مان مريد جو موٽڻ ۽ ماڻهن کان پُڇڻ**

بعد ازاں پرساں شد او از ہر کسے
شیخ را می جست از ہر سو بسے

ترجمو: ”ان کانپوءِ هر شخص کان پڇندو ۽ هر پاسي شيخ کي گهڻو ڳوليندو رهيو.“

عورت کي اهي ملامتون ڪرڻ کانپوءِ اهو مريد شيخ جي ڳولا ۾ لڳي ويو. تڏهن ڪنهن ڪيس چيو ته اهو قطب عالم جهنگ مان ڪاٺيون ڪرڻ ويو آهي. ان مريد جو ذهن ايئن تيز هو جيئن حضرت عليؓ جي ذوالفقار تلوار تيز هئي. شيطان شيخ جي زال جي سلسلي ۾ مريد جي دل ۾ وسوسا پيدا ڪرڻ شروع ڪيا. وسوسو هي هو ته شيخ هن بدزبان عورت کي زال ڇو بنايو آهي؟ شايد شهوت کان مغلوب آهي! ضد کي ضد سان محبت ڪيئن؟ پوءِ ڪاوڙ ۾ لاحول پڙهيائين ته منهنجي ان تي بدگماني ڪرڻ ڪفر ۽ ڪينو آهي. اهڙي بد عورت جو شيخ جي زال هجڻ خدائي تصرف آهي، اها مصلحت هو پاڻ ڄاڻي ٿو. اسان کي اعتراض ڪرڻ جو حق نه آهي. هو لاحول پڙهندو رهيو پر نفس وري سندس دل ۾ اهڙي طرح وسوسا پيدا ڪري ڇڏي پيو جيئن گاهه گهڻو دونهون پيدا ڪندو آهي. شيطان کي جبرئيلؑ (مرشد) سان ڪهڙي نسبت؟ جو اهو صحبت ۾ ساڻس همر خواب ٿئي. خليلؑ آذر سان ڪيئن نباهه ڪري سگهي ٿو؟ رهبر رهزن سان ڪيئن هلي سگهي ٿو.

**مريد جي جهنگ جي ويجهو شيخ سان ملاقات ۽ مراد حاصل ٿيڻ**

اندریں بود او کہ شیخ نامدار
زود پیش افتاد بر شیرے سوار

ترجمو: ”اهو مريد ان شش و پنج ۾ هو ته نامور شيخ هڪ شينهن تي سوار ٿي جلد اتي اچي پهتو.“

مريد ڏٺو ته شينهن گجي رهيو آهي ۽ ان جي چيلهه تي ڪاٺيون پيل آهن ۽ شيخ انهن ڪاٺين تي وينو آهي ۽ شينهن اچي پيو. شيخ جي هٿ ۾ هڪ نانگ آهي جنهن کان ڏنڊي جو ڪمر وٺي رهيو آهي. شيخ ابوالحسن ئي نه پر هر شيخ مست شينهن تي سوار آهي. فرق فقط ايترو آهي ته شيخ ابوالحسن جو شينهن نظر اچي رهيو آهي ٻين بزرگن جا شينهن عوامر کي نظر نٿا اچن. فقط انهن ماڻهن کي نظر اچن ٿا جن کي چشمِ بصيرت حاصل هجي. بزرگن ۽ ڪامل عارفن جي سواريءَ ۾لڪين شينهن آهن جيڪي انهن جي خدمت ڪن ٿا. بزرگ روميؒ شينهن مان مراد نفس اماره ورتي آهي. جيئن گذريل دفترن ۾ لومڙي ۽ شينهن جي قصي مان واضح ٿئي ٿو پر خدا هن هڪ کي ظاهر ڪيو تان ته اهو به ڏسي جيڪو مردِ ميدان نه آهي (يعني عام ماڻهو شيخ مريد کي پري کان ڏٺو ۽ ڪلي پيو. فرمايائين ته اها شيطاني وسوسي جي ڳالهه نه ٻُڌ. شيخ جيڪا ڪيس نصيحت ڪئي ان جو سبب هي هو ته ان کي ڪشف سان سندس دل جو وسوسو معلومر ٿي ويو هو. ان جي دل جي ڳالهه ڇو معلومر نه ٿئي! ڪشف بهترين رهنما آهي. ان جي دل تي جيڪي وسوسا گذريا هئا اهي سڀ ٻڌايائين. عورت شيخ جي بزرگيءَ جو انڪار ڪيو هو جنهن سان ان جي دل ۾ اعتراض پيدا ٿيو هو ته اهڙي عورت کي زال ڇو بنايو اٿس. شيخ ان جو جواب ڏيڻ شروع ڪيو: مون ڪيس نفساني خواهش جي ڪري زال ڪونه بنايو آهي پر پنهنجي نفس جي اصلاح ۽ صبر جي طاقت وڌائڻ جي لاءِ زال بنايو آهي. اسان صوفين جو مثال نيڪين ڏانهن سبقت ڪرڻ ۾ بُختي اُٺن جهڙو آهي. الله تعاليٰ جي فيصلي جو بوجهه مستي ۽ بيخوديءَ سان برداشت ڪريون ٿا. آئون به خدا جي احڪامن جي باري ۾ ڪجهه نه آهيان جو ڪنهن معاملي ۾ عام بدنامي يا خاص بدنامي کان ڊڄان. اسان جو عوام يا خواص سان واسطو نه آهي اسان جو تعلق ته فقط فرمانِ خداوندي

سان آهي. مون کي ماڻهن جي تعريف جي پرواه نہ آهي نہ مذمت جي. ڪنهن سان جدائي يا ڪنهن سان گڏ رهڻ پنهنجي خواهش سان نہ پر منشاء خداوندي جي مطابق آهي. اها بيوقوف زال ئي ڇا، ان جهڙا سوين بار فقط رضاءِ خداوندي جي لاءِ برداشت ڪريان ٿو. جيتري قدر تعلق مع الله ۽ ان جي احڪامن جي اتباع جو ذڪر آهي اهو تہ اسان جي شاگردن کي بہ آهي ۽ خدا جي ڪرم سان اسان جو مرتبو تہ ان کان گهڻو زياده آهي. اسان جي پُهچ تہ لامڪاني جي مشاهدي ۾ آهي جتي نور ئي نور آهي، جيڪو تصور ۽ خيال کان بالاتر آهي. مون جيڪو پنهنجو پاڻ کي بختي اُٺ بنايو ۽ ڇيو هو تہ اسين بيوقوفن جي صحبت اصلاح نفس جي لاءِ برداشت ڪريون ٿا، اها پنهنجي مقام کان پست گفتگو تنهنجي نصيحت جي لاءِ هئي تان تہ تون صبر جي عادت پاڻ ۾ وجهين.

جڏهن تون ڪميڻن جي ڪميڻائپ کي برداشت ڪندين تہ رسولن جي سنت جو عامل بنجي ويندين. رسولن ۽ نبين هميشہ ڪميڻن جي هٿان ڏاڍيون تڪليفون برداشت ڪيون ۽ صبر ڪيو ۽ انهن نانگن کان پريشان رهيا آهن. هاڻي ان جي حڪمت بيان فرمائي ٿو تہ نيڪن ۽ برن جي اها آويزش ڇو آهي؟ الله تعاليٰ پنهنجي تجلي ۽ ظهور چاهيو تہ ظاهر آهي هڪ شيءِ کي پورو علمي ظهور تڏهن ٿي سگهي ٿو جڏهن ان جو ضد بہ پيدا ڪيو وڃي. جڏهن علمي اعتبار سان هڪ شيءِ جو ظهور ٻئي جي ضد تي موقوف آهي ۽ الله تعاليٰ جو ڪو ضد نہ هو، تڏهن الله تعاليٰ پنهنجو هڪڙو خليفو بنايو تان تہ ان جا ڪمالي اوصاف الله تعاليٰ جي اوصافن جو آئينو بنجي وڃن.

## انسان کي پنهنجو خليفو سڏڻ واري ڳالهہ ۾ سمايل خدائي حڪمت

پس خليفه ساخت صاحب سينهٔ
تابود شاهيش را آئينهٔ

ترجمہ: "هُن صاحبِ دل کي خليفو بنايو تان تہ اهو ان جي بادشاهيءَ جو آئينو هجي."

الله تعاليٰ هُن خليفي ۾ اثباتي صفتون وديعت فرمايون ۽ ان جي مقابلي ۾ هڪ اهڙي مخلوق پيدا فرمائي جيڪا اونداهي سان ڀريل آهي. هاڻي ٻہ شخصيتون رونما ٿي ويون. هڪ اڇي ۽ ٻي ڪاري هئي. آدم عليه السلام ۽ شيطان. هاڻي ٻنهي قسمن جي مخلوق ۾ متضاد وصفون آهن ۽ هر هڪ خدا جي متضاد صفتن جي مظهر آهي. سڀ کان پهريان حضرت آدم عليه السلام ۽ شيطان انهن صفتن جا مظهر آهن، پوءِ هابيل ۽ قابيل مظهر آهن. حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ نمرود ۾ ڪشمڪش ٿي ۽ اهي ٻئي انصاف ۽ ظلم جا مظهر آهن. جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ نمرود جي جنگ ڏگهي ٿي، تڏهن باهہ کي ٻنهي جو حڪم بنايو ويو ۽ ان فيصلو ڪيو تہ ابراهيم عليه السلام حق تي آهي ۽ نمرود باطل تي آهي. هر زماني ۾ اهڙي طرح جا ٻہ ٽولا آهن، جن ۾ ڪشمڪش جاري آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ فرعون ۾ اها ڪشمڪش هئي ۽ انهن جي جنگ ۽ جهيڙي ڏگهو وقت ورتو. حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ فرعون جي پاڻ ۾ جنگ ۾ درياءِ نيل کي حڪم ڏنو ويو تہ ان حضرت موسيٰ عليه السلام کي تاري ڇڏيو ۽ فرعون کي ٻوڙي ماري هلاڪ ڪري ڇڏيو. ثمود جي قوم تي عذاب آيو ۽ هڪڙي زوردار رڙ ڪين ختم ڪري ڇڏيو. عاد جي قوم کي تيز هوا جي ذريعي هلاڪ ڪيو ويو. قارون جي لاءِ زمين جهڙي پر وقار ۽ بردبار شيءِ کي عذاب جو سبب بنايو ويو ۽ زمين ان کي ارڙ نانگ وانگر ڳهي وئي. زمين ۾ بردباري هئي پر قارون جي لاءِ قهر واري بنجي ويئي هئي. اهو تہ غذا جهڙي شيءِ کي جيڪا انسان جي مددگار ۽ مدار حيات آهي موت جو سبب بنائي ڇڏيندو آهي. جڏهن خدا ماني ۾ قهر پيدا ڪندو آهي تہ اها ماني ڪنٺ روڳ وانگر ڳلي ۾ ڦاسي ويندي آهي. گرم ڪپڙن ۾ ٿڌاڻ پيدا فرمائيندو آهي ۽ اهي برف وانگر ٿڌا ٿي ويندا آهن.

امام شافعي وٽ جيڪڏهن ٻہ مَٽَ پاڻي هجي ۽ ان ۾ پليدي ڪري پوي تہ پاڻي ناپاڪ نہ ٿيندو. يعني تون ڪامل مرد نہ آهين. اصحاب ايڪہ تي عذاب آيو تڏهن خدا جاين، درن ۽ ديوارن کي حڪم ڏنو تہ انهن تي پاڇو نہ ڪن ۽ اهي

ماٺهو صبح جي گرمي سان مري ويا. جڏهن جايون مينهن ۽ گرمي کان روڪيندڙ نہ ٿيون تڏهن اهي ماٺهو ڊوڙندا پنهنجي رسول حضرت شعيبؑ وٽ ويا. وچي ڪري چوڻ لڳا تہ اسين مرڻ جي ويجهو آهيون اسان کي امن ڏي. الله تعاليٰ جي ڪمال کي ثابت ڪرڻ ۽ حق کي قبول ڪرڻ جي لاءِ جڏهن حضرت موسيٰؑ لٺ کي نانگ بنايو تڏهن جي تو ۾ عقل آهي تہ اهو ئي نڪتو ڪافي آهي. حضورﷺ ۽ ابوجهل جو مقابلو ٿيو هو. حضورﷺ جن کان هي معجزو ظاهر ٿي ويو جو سندن هٿ ۾ پٿرين سندن رسالت جي شاهدي ڏني. ابوجهل اهو معجزو ڏٺو پر پوءِ بہ سر تسليم خم نہ ڪيائين، ان جو سبب هي هو تہ ان جو غور ۽ فڪر صحيح نہ هو.

هاڻي نظر جي صحت ۽ ان جي نفع رسانيءَ جو بيان شروع ڪجي ٿو: جيڪڏهن نظر ۾ گهرائي نہ هجي تہ مفيد نہ آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ: ثُمَّ ارۡجِعِ الۡبَصَرَ كَرَّتَيۡنِ (الملک:4) "بہ دفعا نظر وجهہ." نظر جو تڪرار بہ ان کي گهرائي ۾ وٺي ويندو آهي. نظر جي صحيح هجڻ جو شرط هي بہ آهي تہ خدا جي نيڪ ٻانهي، جيڪو وحي جو تابعدار آهي، جي مدد حاصل ڪئي وڃي ورنہ خالي فلسفي جي طرز تي غور ڪرڻ تہ ٿڌي لوهہ کي ڪُٽڻ آهي. حضرت اسرافيلؑ تہ جسم کي حياتي بخشڻ وارو آهي ۽ اهل الله روح کي زنده ڪندا آهن، انهي ڪري انهن جي صحبت اختيار ڪندين تہ توکي صحيح نظر حاصل ٿي ويندي. جيئن تہ تون فاسدن ۾ مبتلا آهين انهي ڪري تون پنهنجي هم جنس فلسفي وٽ وڃين ٿو ۽ جيئن تہ اهو بہ فاسد خيالن ۾ مبتلا آهي اهو توکي ڪڏهن صحيح نظر عطا نہ ڪري سگهندو ۽ اهو سوفسطائي خود عقل کان بيگانو آهي. نتيجو اهو آهي تہ پنهنجي وجود کي بہ هڪ موهوم شيءِ سمجهي ٿو. جڏهن اهو پنهنجي وجود ۽ عقل کان بيگانو آهي تہ ان ۾ حس بہ باقي نہ آهي. انهيءَ ڪري ان جي صحبت تنهنجي لاءِ بلڪل نفع بخش نہ آهي. ڳالهہ هيءَ ٿي رهي هئي تہ الله تعاليٰ جو ظهور مخلوق جي وجود جي واسطي سان آهي. اهو مسئلو عوام نہ سمجهي سگهندو، انهيءَ ڪري خاموشي اختيار ڪر ورنہ رسوائي کان سواءِ ڪجهہ حاصل نہ ٿيندو. جتان ڳالهہ شروع ٿي هئي يعني صحيح نظر، نظر جي گهرائي اها ئي ڳالهہ ڪرڻ گهرجي.

"امعان نظر" لفظ امعان جي لغوي معنيٰ چشمي جاري ۽ روانہ ڪرڻ جي آهي. جيئن تہ روح جسم کان جدا ٿي روانو ٿيندو آهي انهيءَ ڪري ان کي روان چوندا آهن. انهيءَ ڪري امعان نظر جي معنيٰ نظر کي گهرائي ڏانهن روانو ڪرڻ جي آهي. شيخ بوعلي سينا رسالي "معراجيہ" ۾ چيو آهي تہ انسان ۾ بہ روح آهن. هڪ کي روح حيواني چيو ويندو آهي. روح حيواني هڪ لطيف بخار آهن. ٻئي کي روح انساني جيڪو بدن مان نڪري روانو ٿي ويندو آهي ۽ اهو روح حيواني کي نفس حيواني ۽ جان سان تعبير ڪري ٿو ۽ روح انساني کي نفس ناطقہ ۽ "روان" سان تعبير ڪري ٿو تہ ان ۾ بہ روان روانگي ۽ جاري ٿيڻ واري معنيٰ جو لحاظ ڪبو. اهڙي طرح امعان نظر ۾ نظر کي گهرائي ۾ جاري ڪرڻ ۽ رواني ڪرڻ جي جو مفهوم ماخوذ آهي. شيخ بوعلي سينا جي ڪن عالمن تڪفير ڪئي آهي، انهي ڪري بزرگ روميؒ فرمايو تہ ان جو نفس ناطقہ ۽ روان بدن کان جدا ٿي ڪري باغ ۾ ويو آهي يا هاويہ يعني جهنم جي ڪڏ ۾ ويو آهي يا جهنم جي هڪ قيدخاني کان ٻئي قيدخاني ڏانهن روانو ٿيو آهي. شيخ صاحب ٻن شين جي لاءِ ٻہ لقب تجويز ڪيا آهن. هڪ کي جان ۽ ٻئي کي روان چيو اٿس. هِن مضمون جو مقصد انِ شخص جي حالت بيان ڪرڻ آهي جيڪو خدا جي حڪم کي بجا آڻي ٿو. جيڪڏهن اهو خدا کان دعا گهري تہ ڪندو گُل بنجي وڃي.

**پيغمبر هود ؑ جو معجزو**

هن قصي مان هيءُ مقصد آهي تہ مقربين بارگاه جي دعا قبول ٿيندي آهي.

هود گردِ مؤمناں خطی کشید

تا ز باد آں قوم او رنجے ندید

ترجمو: "هودؑ مومنن کي هر هنڌان محفوظ ڪري ڇڏيو، ايستائين جو ان قوم هوا کان ڪا تڪليف ڪونہ ڏٺي."

مومن نقصان پهچائڻ و اري هوا کان بچي سپ دائري ۾ ويهي رهيا. اهو دائرو مومنن لاءِ ٻيڙي هو. اهڙي طرح طوفان ۾ ٻيڙيون گهٽيون آهن. الله تعاليٰ گهٽين شين کي هوا جي طوفان وانگر هلاڪت جو سبب ۽ ٻيڙي جي ذريعي نجات ڏياريندو آهي. جهڙي طرح ٻيڙي حفاظت جو ذريعو آهي اهڙي طرح الله تعاليٰ ان بادشاهه کي مفسدين کان حفاظت جو سبب بنائيندو آهي، جنهن جو مقصد ملڪ گيري هوندو آهي. ان بادشاهه جو مقصد مخلوق کي مطمئن ڪرڻ ڪونه هوندو آهي پر ملڪ گيري هوندو آهي پر الله تعاليٰ ان کان مخلوق جي حفاظت جو ڪم وٺندو آهي. گهاٽي وارو ڏڳو ٻڌندو آهي. ان جو مقصد چونڪارو حاصل ڪرڻ آهي، ان جو مقصد پاٽي ڇڪڻ يا ترن جو تيل ڪڍڻ ڪونه هوندو آهي. هتي مقصد ٻيا آهن پر الله تعاليٰ انهن مقصدن کان سواءِ ماڻهن جي نفعي جو ڪم وٺندو آهي ۽ بمنزلہ ٻيڙيءَ جي بنائيندو آهي. دڪاندار پنهنجي نفعي جي لاءِ ڪندو آهي پر اُن جي ڪري ماڻهن جون ضرورتون پوريون ٿين ٿيون. هر انسان پنهنجي مقصد جي لاءِ ڪم ڪري ٿو پوءِ بہ ان سان جهان جو نظام قائم آهي ۽ ماڻهن جو مفاد وابستہ ٿي ويندو آهي. هر انسان پنهنجي مقصد فوت ٿيڻ کان ڊڄي ٿو ۽ ان خوف سان جهان جو نظام قائم آهي. ان خدا جي لاءِ تعريف آهي جنهن ان خوف کي هن دنيا جو معمار ۽ آباد ڪندڙ بنايو آهي. دنيا جو هر نيڪ ۽ بد پنهنجي مقصد فوت ٿيڻ کان ڊڄي ٿو ۽ اهو ڊپ خود بخود پيدا ڪونہ ٿيو آهي پر ان جي پيدا ڪرڻ وارو ڪو آهي. پوءِ معلوم ٿيو تہ هر شخص تي ڪا ذات حاڪم آهي ۽ ان شخص کي ان ذات سان محڪوميت جو قرب حاصل آهي پر اها ذات ان کي محسوس نٿي ٿئي. محسوس تہ ڪانہ ٿي ٿئي پر تنهنجي تاڙ ۾ آهي، تان تہ تون پنهنجي فرض کان غافل نہ ٿئين. ان کي عقل ڪامل وارا محسوس بہ ڪن ٿا، عوام جي لاءِ غيرمحسوس آهي، جنهن جي ان تائين رسائي نہ آهي.

خدا جنهن حس جو محسوس آهي اها هن دنيا جي ظاهري حس نہ آهي اها ٻئي جهان جي حس آهي. ظاهري حس تہ حيوانن ۾ بہ آهي جيڪڏهن حيواني حس انهن صورتن کي ڏسي سگهي تہ ڳئون ۽ گڏهه وقت جا بايزيد رحمة الله عليه هجن. اها ذات جيڪا غير ٻيڙيءَ کي ٻيڙي بنائي ڇڏي ٿي يعني اهائي شيءِ جيڪا نجات جو ذريعو هئي هلاڪت جو سبب بنجي وڃي. تنهنجو اهو غم ۽ خوشي تنهنجي لاءِ طوفان ۽ ٻيڙيءَ بنائي ڇڏي ٿو ۽ پوءِ غم کي خوشيءَ جو سبب ۽ خوشيءَ کي غم جو سبب بنائي ڇڏي ٿو جيڪڏهن تنهنجو غم ۽ تنهنجي خوشي توکي نظر نٿا اچن تہ انهن جي آثارن کي سمجهہ. فلسفي جيئن تہ ان خوف جي اصل کي جيڪو خدا کان آهي نٿو ڏسي تہ اهو طبعي اسبابن کي خوف جو سبب قرار ڏئي ٿو. جيڪو عموما غلط هوندو آهي. ان فلسفي جو مثال ان انڌي جهڙو آهي جنهن کي ڪنهن ڳوار مدهوش مڪ هنئي هجي ۽ هُن ان جو سبب خچر جي لت کي سمجهيو هجي. خچر کي مڪ هڻڻ وارو هن ڪري سمجهيائين تہ ان وقت ان ڊراڙ خچر جي هينگ ٻُڌي هئي ۽ انڌي جا ڪن ان جي اک جو ڪم ڪندا آهن. پوءِ اهو انڌو هي چوي ٿو تہ نہ اها خچر جي لت ڪونہ هئي پر ڪنهن پٿر هنيو آهي يا شايد ڪنهن پر آواز جبل تان اچي لڳو آهي. انڌي پٿر لڳڻ جا ٽي سبب سمجهي، (١) گڏهه جي لت (٢) ڏک هڻڻ وارو (٣) يا مٿانهين جبل تان پٿر جوڪرڻ. توڙي جو اهي ٽيئي غلط هئا. جنهن ذات خوف پيدا ڪيو هو ان انڌي جا اهي خيالات پيدا ڪيا. اهو خوف ۽ ڪٽي خود بخود پيدا نٿي ٿئي، ڪنهن سبب سان پيدا ٿيندي آهي. اهو فلسفي وهم کي خلاف قرار ڏيئي ڪري ان کي خوف جو خالق قرار ڏئي ٿو، اها ان جي ڪج فهمي آهي. وهم ڪنهن شي مان تڏهن پيدا ٿيندو آهي جڏهن ان شي مان ڪڏهن اها شي بہ پيدا ٿي هجي مثلا زيد کي هي وهم ٿيو تہ مون کي ڪو ماري نہ وجهي، تڏهن ٿيو جڏهن تہ اهڙا واقعا حقيقتا ٿين بہ ٿا تہ وهم جڏهن ڪنهن حقيقت تي مبني هوندو آهي تہ لامحالہ ان حقيقت جو ڪو پيدا ڪرڻ وارو آهي جنهن جي ڪري اهو وهم رونما ٿيو آهي. ان کي هن طرح سمجهو تہ وهم بمنزلہ کوٽي سڪي جي آهي ۽ کرو سِڪو حقيقت آهي. کوٽو تڏهن هلندو آهي جڏهن تہ کرو هلي ٿو. کوڙ جو رواج هن ڪري ٿيو تہ ماڻهن سچ جو رواج ڏٺو. سچ جو کوڙ

تي ھي احسان آھي تہ ان جي ڪري ان جو رواج ٿيو آھي. فلسفي ۽ خدا جي ٻيڙين جو بيان ٿي رھيو ھو، ھاڻي آئون سوچيان ٿو تہ وڌيڪ گفتگو فلسفي جي باري ۾ ڪريان يا ٻيڙين جي باري ۾ ڳالھايان. ٻيڙيءَ جو بيان ڪريان ٿو ان جي ضمن ۾ فلسفي جو بہ رد ٿي ويندو. اھل الله بمنزلہ نوح عليه السلام ۽ ٻيڙيءَ جي آھن ۽ عوام بمنزلہ طوفان جي آھن. انسان جي لاءِ شينھن ۽ نانگ ايتري قدر مھلڪ نہ آھن جيتري قدر دوست ۽ پنھنجا ھلاڪ ڪندڙ آھن. انھن جي موجودگي ۾ ملاقات سان وقت ضايع ٿئي ٿو ۽ غير موجودگيءَ ۾ انھن جي ياد ۾ توھان جو فڪر برباد ٿئي ٿو. دوستن ۽ پنھنجن جي يادگيري توھان جي قوت فڪر کي اُڃايل گڏھ وانگر چوسي ٿي دوستن ۽ عزيزن جي يادگيري تعلق بالله کي زائل ڪري ٿي. شاخن جو پاڙن مان پاڻي چوسڻ جي نشاني ھي آھي تہ انھن ۾ لچڪ ھوندي آھي. اھڙي طرح جڏھن عضون ۾ آلاڻ ھجي تہ ھر پاسي مڙي ويندا آھن. آلي ٽاريءَ کي موڙي ٽوڪري بہ بنائي سگھون ٿا، ان کي گول ڪري ڳچيءَ ۾ بہ وجھي سگھجي ٿو. جڏھن اھو پنھنجي جڙ ۽ پاڙ مان پاڻي چوسڻ ڇڏي ڏي تہ ان ۾ اھي صفتون ڪونہ رھنديون. اھڙي طرح جڏھن قويٰ ارادي سان عضوا سيراب نٿا ٿي سگھن تہ انھن ۾ جنبش جي ڪمي ٿيندي آھي. ڪافرن جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ آھي تہ وَاِذَا قَامُوْٓا اِلَى الصَّلٰوةِ قَامُوْا كُسَالٰى (النساء:142) "۽ جڏھن اھي نماز جي لاءِ بيھن ٿا تہ سست ٿي ڪري بيھن ٿا." اھو تعلق مع الله جو بيان عوام نہ سمجھي سگھندو ۽ انھن لاءِ نقصانڪار ٿيندو.

انھي ڪري ھاڻي آئون فقير ۽ خزاني جي ڳالھ شروع ڪريان ٿو. تو ھي باھ تہ ڏٺي آھي عشق جي باھ کي بہ ڏس! جيڪا جان ۽ دل کي ساڙي ٿي ڇڏي ۽ فقط جان ۽ دل کي نہ پر انانيت جي خيال کي بہ ساڙي ڇڏي ٿي. پر جنھن جان ۽ دل ۾ قبوليت جي صلاحيت نہ آھي ان ۾ زندگي تہ ڇا ان باھ جي روشني بہ محسوس نٿي ٿئي. اھا عدم صلاحيت جي ڳالھ آھي ورنہ اھا عشق جي باھ جڏھن جان کي ساڙي ڇڏي ٿي تہ ان جي سڙڻ سان نہ خيال بچي ٿو نہ حقيقت بچندي آھي. عشق اھڙي شيءَ آھي جو شينھن يعني حقيقت ۽ لومڙي يعني خيال تي غالب اچي ويندو آھي ۽ ٻنھين کي فنا ڪري ڇڏيندو آھي. ان عشق سان ماسوي الله سڀ سڙي خاڪ ٿي ويندو آھي. ان ذات جي تجلي ۾ پنھنجو پاڻ کي فنا ڪري ڇڏ. بسم اصل ۾ ب اسم ھو ۽ س جي وصل جي ڪري وچ ۾ الف يعني ھمزه فنا ٿي ويو. تون بہ اھڙي طرح ذاتِ احديت ۾ پنھنجو پاڻ کي فنا ڪري ڇڏ. اھو ھمزه جيڪو بسم ۾ لڪي ويو معنيٰ جي اعتبار سان موجود آھي ۽ لفظن جي اعتبار سان معدوم آھي. تون بہ اھڙي طرح ان ذات ۾ فنا ٿي وڃ يعني حسي اعتبار سان تہ تنھنجو وجود رھي ۽ ذھني اعتبار سان نہ رھي. اھو ھمزه وصل ھو. جڏھن ب ۽ س جو وصل ٿيو اھو وصل ان ھمزه کي برداشت نہ ڪري سگھيو. جڏھن وصل ھڪ حرف کي بہ برداشت نٿو ڪري تہ منھنجو وصل بالله منھنجي تقرير کي ڪيئن برداشت ڪندو تہ اھا منھنجي تقرير ۽ بيان فنا جي خلاف آھي، انھي ڪري مون کي خاموشي اختيار ڪرڻ گھرجي. جڏھن ھمزه جو وجود ب ۽ س جي وصل ڪان مانع آھي تہ مقام فنا ۾ پھچي ڪري خاموشي ضروري آھي. ڳالھائڻ وجود جي آثارن مان آھي جيڪو فنا جي منافي آھي. جڏھن ھمزه پاڻ کي فنا ڪري ڇڏيو تہ ھاڻي ب ۽ س ان کي ٻڌائي رھيا آھن ۽ اھڙي طرح جڏھن فاني ٻانھون فنا في ذات الله ٿي ويندو. تہ ان کي بقا بذات الله حاصل ٿي ويندو حضور صلى الله عليه وسلم جنگ بدر ۾ ھڪ مُٺ مٽيءَ جي جڏھن دشمنن ڏانھن اُڇلي تہ اھي انڌا ٿي ويا. جيئن تہ حضور صلى الله عليه وسلم کي مقامِ فنا حاصل ھو، انھي ڪري حضور صلى الله عليه وسلم جي ان فعل کي حضور صلى الله عليه وسلم جي بجاءِ الله تعاليٰ پاڻ ڏانھن منسوب ڪيو ۽ فرمايو تہ تو ڪونہ اُڇلايو پر خدا اُڇليو تہ جڏھن فاني جو فعل فاني ڏانھن منسوب نٿو ٿي سگھي تہ ان جو قول بہ ان ڏانھن منسوب نہ ٿيندو پر الله تعاليٰ ڏانھن منسوب ٿيندو. "وَلٰكِنَّ اللّٰهَ رَمٰى" (الانفال:17) مان ھيءُ مستفاد ٿئي ٿو تہ حضور صلى الله عليه وسلم ڪونہ چيو پر الله چيو. جيئن تہ بزرگ رومي رحمة الله عليه مٿي تمام عمده مضمون ذڪر فرمايا، انھن جي پيش نظر مثنوي شريف جي تعريف شروع ڪري ٿو.

ھن (مثنوي) جا مضمون ڪلمات الله آھن ۽ انھن جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ اھو ئي چيو ويو آھي. جيستائين

زمين آهي يعني دنيا قائم آهي، زمين مان سِرون ٿهنديون رهنديون ۽ ان وقت تائين هن مثنوي جا اشعار به دستياب رهندا. جڏهن هي زمين ختم ٿي ويندي ۽ قيامت جي ڏينهن جون هوائون دنيا کي هيٺ مٿي ڪنديون تڏهن، هن مثنوي يعني ڪلمات جو سمنڊ جوش ماريندو ۽ عالمِ آخرت ۾ هڪ زمين بنائيندو. جڏهن هي جهان دنيا جا جهنگ نا پيد ٿي ويندا ته مثنوي يعني ڪلمات الله ۽ آخرت جي جهان جا جهنگ پيدا ٿي ويندا. جيئن ته ڪلمات الله لا محدود آهن انهيءَ ڪري انهن جون ڳالهيون به لامحدود آهن، انهن کي بيان ڪندا وڃو ڪا تنگي ڪونه ايندي. هاڻي ڪلمات الله ۽ ان جي رازن جي سمنڊ جي ڳالهين کان خشڪي ڏانهن يعني ظاهري ڳالهين ڏانهن رجوع ڪر، ۽ ڪجھ راند جون ڳالهيون ڪر. اهي ٻار جي لاءِ مفيد آهن. جڏهن ٻار ڪاٺيءَ جي تلوار سان ڪيڏڻ سِکي ويندو آهي تڏهن اصلي تلوار خوب هلائيندو آهي. ڪيڏڻ ڪُڏڻ سان عقل آشنا ٿيندو آهي. ڪيڏڻ سان ٻار هُنر سکي وٺندو آهي جيتوڻيڪ بظاهر عقل ۽ راند ۾ ڪو جوڙ نه آهي. راند سان ٻار کي عقل ايندو آهي، ڇريو ٻار ڪڏهن راند ۾ مشغول ڪونه ٿيندو آهي.

**قبي ۽ خزاني واري قصي ڏانهن واپسي**

نکِ خيالِ آن فقيرِ بے ريا
عاجز آورد از بياؤ از بيا

ترجمو: ”اُن مخلِص فقير جي خيال ”هلي آ، هلي آ“ چئي مجبور ڪري ڇڏيو.“

مخلص فقير جو خيال مون کي مجبور ڪري رهيو آهي ته آئون ان جي قصي کي پورو ڪريان. جيئن ته آئون ان فقير جو همراز آهيان، اُن جي سڏڻ جو آواز مون کي اچي رهيو آهي. ان فقير کي خزاني جو طالب نه سمجھ، پر اهو خود خزانو آهي، ڇاڪاڻ ته دوست باطن جي اعتبار سان دوست جو غير ڪونه هوندو آهي. مطلوب طالب جو آئينو هوندو آهي ۽ آرسي ڏانهن سجدو ڪرڻ پنهنجي لاءِ ئي سجدو ڪرڻ آهي. انسان ڪنهن شيءِ جو طالب پنهنجي غرض جي لاءِ ٿيندو آهي ته ڄڻ اهو مطلوب خود طالب آهي. طالب مطلوب جي آئيني ۾ پنهنجو پاڻ ميڃائي ڏنو ته طلب ۾ ايتري قدر مشغول ٿي ويو پر جيڪڏهن اهو مطلوب ۾ ان حقيقت کي ڏسي جنهن جي لاءِ هر مخلوق ۽ مطلوب آئينو آهي ته اهو ان حقيقت جي پويان لڳي پوي ۽ ان جي ذهن مان هر خيالي مطلوب زائل ٿي وڃي ۽ ان حقيقت جي آئيني بنجڻ سان جڏهن ان ۾ پنهنجي ڇهري کي ڏسي ته منصور وانگر انی انا الله جا نعرا هڻي. حضرت آدمؑ ملائڪن جو مسجود هن لاءِ هو ته اهو حقيقت جو مظهر هو، ان ۾ بني آدم جي لاءِ هيءُ اشارو آهي ته اهي به حضرت آدمؑ وانگر حقيقت جا مظهر آهن. الله تعاليٰ ملائڪن جي اک مان ٻيائي دور ڪري ڇڏي ۽ انهن حضرت آدمؑ جي مٽيءَ کي اهڙي طرح مهبطِ انوار ڏٺو جهڙي طرح فلڪ مهبطِ انوار آهي. جو اني انا الله چوڻ لااِلٰہ الا الله ئي چوڻ هو. جڏهن ته لااِلٰہ، يعني غير الله مظهرِ الا الله بنجي ويو ته لااِلٰہ يعني غير الا الله عين حقيقت بنجي ويو، سو ڄڻ اني انا الله چوڻ بعينہٖ لااِلٰہ الا الله چوڻ هو يعني اهي خالي به عنوان آهن حقيقت ۾ مضمون هڪ آهي.

هاڻي انهن اسرارن جو بيان ان درجي تي اچي ويو آهي جو الله تعاليٰ اسان جو ڪن پڪڙي شرعي ارڪانن ڏانهن وٺي وڃي ۽ حڪم ڏئي ته شريعت جي چشمي مان منهن ڌوءَ تان ته انهن اسرارن جي بيان جو منهن ۾ جيڪو اثر آهي اهو ظاهر ٿي وڃي، ڇاڪاڻ ته شريعت اهڙي طرح جي ڪلمن جي اجازت مغلوب الحال کان سواءِ ڪنهن کي نٿي ڏي ۽ اهي اسرار اهي آهن جيڪي شريعت عوام کان ڳجها رکيا آهن. جيڪڏهن انهن اسرارن کي بيان به ڪيو ويندو ته اسرار واضح نه ٿيندا ۽ اهڙي قسم جا لفظ چوڻ وارو مجرم ۽ ڏوهاري قرار ڏنو ويندو ۽ شريعت جي احڪامن جي اعتبار سان قاسيءَ جو حقدار ٿيندو. آئون جيڪي ڪجھ بيان ڪري رهيو آهيان اهي به پراگنده ڳالهيون آهن جن سان

اسرارن جي حقيقت واضح نٿي ٿئي پر انهن جي چوڻ وارو به آئون آهيان ۽ ٻڌڻ وارو به آئون آهيان. جيئن ته ٻيو ڪو سمجهڻ وارو نه آهي انهي ڪري آئون عوام سان راز ظاهر ڪرڻ جو مجرم به نه آهيان. اسرارن جو بيان هاڻي ختم ٿيو. هاڻي به ڳالهيون ٻيون بزرگ رومي رحمة الله عليه بيان ڪري ٿو جن جو مٿي ذڪر ٿيو آهي. هڪ درويش جو قصو ٻيو رحمت جو چشمو يعني شريعت جو ذڪر. عوام ڪي اهي ڳالهيون پسند آهن جن جو ذڪر غير خدا جو ذڪر آهي ۽ اهي اسان جي لاءِ تڪليف ڏيندڙ آهن پر جيئن ته عوام جو مزاج اهڙو بنجي ويو آهي انهيءَ ڪري مجبوراً اسان ڪي اهڙي طرح جا قصا بيان ڪرڻا پئجي رهيا آهن. چشمه رحمت جنهن ۾ شريعت جون ڳالهيون عوام پاڻ تي حرام ڪري ڇڏيون آهن ۽ ٻيا قصا جيڪي زهر آهن انهن جي عادت بڻجي ويا آهن. ماڻهو شريعت جي مسئلن ڪي پنهنجي خرافات سان ملائڻ چاهين ٿا پر اهو ممڪن نه آهي. مخالفن جي مخالفت سان شريعت ختم نه ٿيندي. اهي محروم رهجي ويندا. اهي دين ۾ تاويلون ڪرڻ وارا اونڌي طبيعت جا آهن انهن ڪي شريعت جو صاف چشمو پسند نه آهي ۽ تاويل جي مِٽي چٽين ٿا. انبياءَ ته حق چوندا هئا پوءِ عوام ڪي چاهي پسند نه اچي. هي عوام تي ڀروسو ڪن ٿا ۽ انهن ڪي خوش ڪرڻ لاءِ تاويلون ڪن ٿا. اهي ئي فلسفيانه توجيهون انهن جي اکين جو پردو آهن. انهن حقيقتن کان اکيون بند ڪري ڇڏيون آهن. شريعت جي اسرارن کانسواءِ فلسفيانه تاويلون انهن جي پيش نظر آهن، جيڪي حقائق شرعيه جو بدترين بدل آهن. عقلي موشگافين ڪرڻ وارن مان ڪجهه ماڻهو اهڙا آهن جيڪي اصل شريعت جو انڪار ته نٿا ڪن پر ڪن جاين تي سلف جي خلاف تاويلون ڪن ٿا. انهن ڪي خدا جي ڪرم سنيالي ورتو آهي. الله تعاليٰ انهن تي ڪرم ڪيو ۽ انهن جا ڪجهه عقيدا سلف جي خلاف هوندي به انهن ڪي معذور قرار ڏنو آهي. انهن جي ڪن فاسد عقيدن سان محبت ٿِي پنهنجي محبت جا چشما جاري ڪري ڇڏي. الله تعاليٰ هڪڙي ضد مان ٻيو ضد پيدا فرمائيندو آهي. ڪنڊن مان گل ۽ نانگ مان مَڻ پيدا ڪندو آهي جيڪا اُن جي زهر جو ترياق آهي. رات مان ڏينهن پيدا ڪندو آهي. مفلس جي هٿ مان مالداري پيدا ڪندو آهي. حضرت ابراهيم عليه السلام واريءَ مان ڪٽڪ جو اٽو پيدا فرمايو. الله تعاليٰ جبل ڪي حضرت دائود عليه السلام جو همر زبان بنايو. حضرت دائود عليه السلام سان جبل زبور پڙهڻ ۽ تسبيح ۾ همر آواز رهندو هو. حضرت دائود عليه السلام عوام کان گهبرائجي اڪيلائي ۾ ويو ته جبل اُن جو همر آواز بنيو.

**خزاني جي طالب جي دعا ته خزانو ظاهر ڏيکار!**

جڏهن اهو فقير خزاني جي ڳولا ۾ ٿڪجي پيو تڏهن هُن خدا ڏانهن رجوع ڪيو.

گفت آں درویش اے دانای راز

از پئے ایں گنج کردم یاوہ تاز

ترجمو: ”فقير چيو ته اي راز دان! مون ان خزاني جي لاءِ بيهوده ڊوڙ ڊُڪ ڪئي.“

ڊوڙ ۾ جلدي ڪرڻ واري لالچ ۽ حرص جي ڪري جلدي ڪيائين. خزاني جي ڳولا ۾ تڪليف کانسواءِ ڪيس ڪجهه حاصل ـ ٿيو. منهنجي اها غلطي هئي جو تير اڇلائڻ واري تفسير تي يقين نه هوندي به تو ڏانهن رجوع نه ڪيم. الله تعاليٰ پنهنجي ڪلام جو تفسير خود ڪري سگهي ٿو، جيئن قرآن جو تفسير آهي. جيڪو ڳنڍ ڏئي ٿو اهوئي کوليندو آهي. جنهن شطرنج جي ڪوڏي وهاري آهي اهوئي ڪوڏي اُتاري بازي ڪٽي سگهي ٿو ٻئي جي طاقت نه آهي. قرآن پاڪ ڪي آسان چيو ويو آهي پر ان جون رمزون خدا ئي حل ڪري ٿو. اي خدا! مون ان ۾ جلد بازي ڪئي. جڏهن تو دروازو بند ڪيو ته تون ئي کولي ڇڏ. مون دعا ان طرح نه ڪئي جو خزاني جو ملڻ به ڪمائي کانسواءِ هجي ۽ ان جي ڳولا ڪرڻ ۾ مونکي محنت ۽ تدبير ڪرڻي نه پئجي وڃي. اهو منهنجي دعا جو قصور هو. انسان ڪجهه نه آهي جيڪي ڪجهه آهي خدا جو عڪس آهي بلڪ عين خدا آهي. انسان جي هنر ۽ تدبير جو حال هي آهي جو هر رات

غائب ٿي ويندو آهي. ننڊ جي حالت ۾ انسان جا سڀ هنر ختم ٿي وڃن ٿا ۽ اهو هڪ مردي جي صورت ۾ هوندو آهي. صبح تائين سڀ انسان مرده هوندا آهن. الله تعاليٰ خود ئي سوال ڪندو آهي خود ئي جواب ڏيندو آهي.

مُردن ۾ جواب ڏيڻ جي صلاحيت ڪونہ رهندي آهي. صبح جي وقت جڏهن سج نڪرندو آهي تڏهن انسان جا هوش ۽ حواس واپس ايندا آهن. هاڻي صبح جو انسان سجاڳ ٿي ڪري پوءِ دنيا جي رنگ ۽ بوءِ ۾ مشغول ٿي ويندو آهي. جهڙي طرح حضرت يونسؑ فرمايو هو تہ: لااله الاانت سبحانك "هر انسان الله جي تسبيح ڪندو آهي." انسان کي رات ۾ سمهڻ سان وڏي راحت حاصل ٿيندي آهي. سمهي جڏهن اُٿندو آهي تڏهن اها تسبيح ڪندو آهي. ان خزاني سان حواس کي هي طاقت ملندي آهي جو اهي سجاڳي تي تيز ٿي ويندا آهن ۽ بدن هلڪو ٿي ويندو آهي. جڏهن وحشتناڪ رات ۾ الله جون ايتريقدر رحمتون لڪل آهن تہ پوءِ خدا جي ذات جي سهاري سان وحشت ناڪ شيءِ کان ڀڄڻ نہ گهرجي. هر شيءِ اسان جي خيال مطابق ڪونہ هوندي آهي. حضرت موسيٰؑ نور کي نار سمجهيو. اسان رات کي برو سمجهيو جيڪو صحيح نہ هو. سڀ کان وڏي نعمت صحيح اک آهي جيڪا هر شيءِ کي اصلي حالت ۾ ڏيکاري ٿي. اسان کي ان لاءِ دعا ڪرڻ گهرجي تہ اسان جي نگاهہ صحيح ڪم ڪري ۽ اسان جي نظر جي لاءِ ڪک ڪچرو درياءَ کي لڪائي نہ سگهي. فرعون جي جادوگرن کي صحيح نظر حاصل ٿي ويئي هئي، اهي جسماني هٿن پيرن کي ڪجهہ نہ سمجهندا هئا بلڪ انهن جي وڍجڻ تي رقص ڪري رهيا هئا. صحيح نظر اها ئي آهي جيڪا اسباب جا پردا هٽائي مسبب الاسباب کي ڏسي. جيڪي صحيح نظر نٿا رکن اهي بہ مايوس نہ ٿين. الله تعاليٰ انهن جي بہ رهنمائي فرمائي ٿو. الله جي ڪرم جو هٿ مستحق ۽ غير مستحق سڀ تي آهي. جڏهن اسين معدوم هئاسين پوءِ ان جو اسان تي ڪرم ٿيو ۽ هُن اسان کي وجود ۽ حواس عنايت ڪيا حالانڪ اسان ۾ ڪو استحقاق ڪونہ هو.

الله جي رحمت ڪافرن تي بہ آهي. شروع ۾ جسماني وجود عطا فرمايو، هاڻي روحاني حياتي عطا فرمائي. دعا بہ اسين تنهنجي حڪم ۽ توفيق سان ڪري رهيا آهيون ورنہ اسان جي همت ڪٿي هئي جو تو کان دعا گهرون. جڏهن تو دعا جي توفيق ڏني تہ اها اسان جي نہ پر تنهنجي دعا آهي تون ان کي قبول فرماءِ. رات جو حواس ۽ انهن جا آثار، ڊپ ۽ خوف سڀ ختم ٿي ويندا آهن. رات جو الله تعاليٰ حواسن کي حيرت جي درياءَ ۾ غرق ڪري ڇڏيندو آهي. عارفن کي نور سان پر ڪندو آهي، دنيا وارن ۽ فلسفين کي وهم ۽ خيال سان پرڪندو آهي. جيڪڏهن حواس ۽ هنر اتي هجن تہ پوءِ اسان جي حڪم جي تابع هجن ۽ رات جو اسان جي اجازت کانسواءِ انسان کان جدا نہ ٿين. اسان کي هي معلوم ٿئي ها تہ اسان جو هي روح ڪٿي ڪٿي سير ڪري رهيو آهي. ننڊ جي حالت امتحان جي حالت آهي جنهن سان معلوم ٿيو تہ اسانجا حواس ۽ روح اسان جي قبضي ۾ نہ آهن. جڏهن اسين پنهنجي حواسن ۽ عقل کان بہ خالي آهيون تہ غرور ۽ تڪبر جو ڪهڙو ڪم!؟

هاڻي بزرگ روميؒ وري ان فقير جي دعا ڏانهن موٽي ٿو تہ اي الله تعاليٰ هن وقت تائين جيڪا دعا ۾ غلطي ٿي ۽ خزاني جي پرچي ملڻ جي باوجود خزانو نہ مليو، انهن سڀني کي ڪالعدم قرار ڏيئي ڪري نئين سر آئون دعا ڪريان ٿو. الف نقطي کان خالي آهي، م جو مٿو يعني اک سوڙهي هوندي آهي. اسان جو اصل وجود ۽ ان جا لوازم سڀ الف ۽ م جي مٿي وانگر آهن. اسان جي غفلت جو وقت هجي يا هوش جو، ٻئي الف ۽ م وانگر آهن. غفلت ۽ هوش جا سڀئي وقت پريشان ڪندڙ آهن. بي خودي جي وقت بلڪل ڪجهہ نہ هوندو آهيان. هوش ۽ عقلمندي جي وقت زماني جي ڏنڌن ۾ گتل هوندو آهيان. مون وٽ ڪجهہ نہ آهي تون منهنجو ڪارساز بڻجي وڃ. انسان پنهنجي هجڻ جي وهم سان سوين مصيبتن ۾ ڦاسي ٿو، اهو ئي وهم دنياوي ۽ ديني ترقي ۾ رڪاوٽ بڻبو آهي. جڏهن مون وٽ ڪجهہ نہ آهي تون منهنجي رکوالي ڪر، آئون دعا جي آدابن کان بہ محروم آهيان. دعا جي لاءِ لڙڪن جي ضرورت آهي. آئون ڪان بہ محروم آهيان. ان جو سبب هي آهي تہ حقيقت بين نظر ئي نہ آهي. منهنجي اک ۾ ڳوڙها

پيدا ڪر، منهنجي اعمالن کي سر سبز بڻاءِ! جيڪڏهن منهنجي اکين ۾ لڙڪ نہ رهن تہ لڙڪ بہ عنايت ڪر، جهڙي طرح تو حضورﷺ کي ڳوڙها عنايت ڪيا هئا. حديث شريف ۾ آهي تہ اللهم ارزقني عينين هطالتين ”اي خدا! مون کي بہ جاري ٿيڻ واريون اکيون عنايت ڪر.“ حضورﷺ جن سيني بزرگين ۽ فضيلتن جي باوجود روئڻ وارين اکين جا طالب بڻيا تہ پوءِ اسان جهڙن لاءِ اهي ڳوڙها تمام ضروري آهن ۽ اسان جي ڇوٽڪاري جي لاءِ جيحون درياءَ جيترا ڳوڙها گهربل آهن. حضورﷺ جي اک جو هڪڙو لڙڪ بہ سو جيحون (درياءَ) برابر لڙڪن کان افضل آهي. ڇاڪاڻ تہ هُنن لڙڪ ڦڙي سان گڏ جڏهن دعا گهري تہ جن ۾ انسان قيامت ۾ حساب ڪتاب جي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ويا ۽ حضورﷺ جي ان سلسلي ۾ شفاعت منظور ٿي ويئي. اهڙي صورت ۾ تہ اسانکي بہ سو جيحون برابر نہ پر ان کان بہ وڌيڪ ڳوڙها درڪار آهن. حضورﷺ جيڪي خود جنت جي باغ وانگر آهن، جڏهن ڳوڙهن جي مينهن جا طالب بڻيا تہ اسين جيڪي بدترين ڪلر واري زمين آهيون تہ اسانکي لڙڪن جي مينهن جي ضرورت ڇو نہ پوندي. جڏهن تو کي دعا جون فضيلتون معلوم ٿي ويون تہ هاڻي دعا گهرندو رهہ. توکي اِن سان ڪو بحث نہ هئڻ گهرجي تہ اها مقبول ٿئي ٿي يا نہ، پنهنجو پاڻ کي روئڻ ۽ دعا ۾ چست ڪر ۽ انهن لڙڪن جي ذريعي آخرت جو سامان تيار ڪر.“

**خزاني جي طلبگار کي غيبي سڏ**

اندريں بود او کہ الهام آمدش
کشف شد ايں مشکلات از ايزدش

ترجمو: ”هو ان ۾ (مصروف) هو تہ کيس الهام ٿيو تہ سندس اهي تڪليفون خدا جي طرفان آسان ٿي ويون.“

فقير دعا ۾ مصروف هو تہ کيس غيب کان الهام ٿيو جنهن سان ان جون مُشڪلاتون حل ٿي ويون. غيبي آواز چيو تہ اسان تو کي هي نہ چيو هو تہ تير ڪمان ۾ رکي پوءِ ڇڪي زور سان هڻ پر فقط ايترو چيو هو تہ ڪمان ۾ رکي ڪيرائي ڇڏ. جهڙي طرح تيرانداز ڪمان مٿي ڪري تير هلائيندا آهن، تو پنهنجي ڪمان بازي شروع ڪئي. وڃ، ڪمان ڇڪي تير زور سان نہ هلاءِ. ڪمان ۾ تير رکي ڪيرائي ڇڏ. جتي اهو ڪِري ان جاءِ کي کوٽ. زور کان بچ، عاجزيءَ سان سون جو طلبگار ٿيءُ.

مولانا رومي فرمائي ٿو تہ حق ۽ مقصد ويجهڙو هو پر هو تير پري اُڇلائي اُن جڳهہ کي کوٽي خزانو تلاش ڪندو هو. الله تعاليٰ جيڪو حق آهي جيڪو انسان جي شہ رڳ کان وڌيڪ ويجهو آهي ان جي باري ۾ فڪر کي پري نہ ڊوڙائڻ گهرجي. انسان جو حقيقي مقصد ان جي ويجهو آهي پر هو ان کي هيڏانهن هوڏانهن ڳولڻ ڪري مقصد کي پري سمجهي رهيو آهي، اهڙو انسان مقصد کان گهڻو پري آهي. هو پنهنجي قوت بازو کي آزمائي رهيو آهي جنهن سان مقصد حاصل نہ ٿيندو. جيڪو عقلي تير هلائي ٿو اهو مقصد کان وڌيڪ پري ٿيندو آهي. الله تعاليٰ جي تلاش ۾ فلسفي جو بہ اهو ئي حال آهي، ان کي چئو تہ هو مقصد کي پٺيرو آهي ۽ هو جيتري قدر ڊوڙندو مقصد کان پري ٿيندو ويندو قرآن پاڪ الله تعاليٰ جي صحيح طور تي طلب ڪرڻ وارن جي لاءِ ڄاڻايو آهي تہ جاهدوا فينا، يعني اسان ڏانهن اچڻ ۾ جيڪي ڪوشش ڪن ٿا. الله تعاليٰ اهو ڪونہ فرمايو تہ اسان وٽان وڃڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. اهڙو ئي بُري صحبت جو مثال حضرت نوح؈ جو پُٽ ڪنعان آهي جنهن حضرت نوح؈ جي ٻيڙيءَ ۾ وِهڻ سان ذلت محسوس ڪئي ۽ طوفان کان بچڻ جي لاءِ جبل جي چوٽيءَ ڏانهن ڀڳو. هو جيتري قدر ڪوشش ڪري رهيو هو اوتري قدر بچڻ جي جڳهہ کان پري ٿي رهيو هو جيڪا حضرت نوح؈ جي ٻيڙي هئي. ڪِنعان اُن فقير وانگر هو جيڪو هر روز هڪ سخت ڪمان تلاش ڪندو هو ۽ ان سان تير اُڇلائيندو ۽ خزاني کان پري ٿيندو ويو. مقصد کان پري ٿيڻ جو سبب ان مثال سان سمجهہ ۾ اچي ويندو جيڪو ساهہ سان ساڻڻ جي قابل آهي تہ ڪو شاگرد استاد کان ذلت محسوس ڪرڻ

لڳي ۽ پنهنجو دڪان خود ڪولي ويهي رهي. ظاهر آهي تہ اهڙو شاگرد مقصد ڪان پري ٿي ويندو. اهڙي شاگرد جو دڪان هُنر ڪان خالي هوندو ۽ نقصان پهچائيندڙ هوندو. ان مان معلوم ٿيو تہ مقصد تائين پهچڻ جو رستو حق وارن جي پوئواري آهي. اهڙي شاگرد کي گهرجي تہ فوراً پنهنجي دڪان کي ويران ڪري ۽ استاد جي شاگردي اختيار ڪري وڃي ۽ ويجهي. ڪنعان وانگر نہ ٿئي جو ان سِڌو رستو ڇڏي غلط رستو اختيار ڪيو. ان فقير کي ان جي تير اندازي جي علم ئي خزاني ڪان پري رکيو ورنہ خزانو بلڪل سندس ويجهو هو. مذموم ذهانت تباه ڪندڙ آهي ۽ مطلوب ڪان پري ڪري ٿي. حديث شريف ۾ آهي تہ اَلْمُؤمِنُ غِرٌّ کريم "مومن ڀالو ڀولو شريف هوندو آهي." مشهور پهاڪو آهي تہ اَهْلُ الجَنَّةِ بُلْهٌ "جنتي ڀالا ڀولا (سادا) هوندا آهن." اهڙي مذموم ذهانت ڪان پنهنجو پاڻ کي بچاءِ، پوءِ توتي رحمت نازل ٿيندي. انسان کي اهڙي غلط ذهانت ۽ چالاڪي ڇڏي ڀالو ڀولوهجڻ گهرجي. ذهانت کي چار سمجهہ، پوءِ ذهانت کي پاڪباز ڇا چاهيندو؟ مذموم ذهين دنيا ۾ ڦاسي رهجي ويندا آهن ۽ ڀالا ڀولا ماڻهو صانع يعني خدا تائين پهچي ويندا آهن. جهڙي طرح نادان ٻار جي لاءِ ماءُ هٿن پيرن جو ڪم ڪندي آهي اهڙي طرح ڀالي ڀولي مومن جي خدا دستگيري فرمائيندو آهي.

**نصراني، يهودي ۽ مسلمان مسافر جو قصو**

هن قصي ۾ ذڪر ڪيل آهي تہ هڪ سفر ۾ يهودي، نصراني ۽ مسلمان گڏ هئا. رستي ۾ حلوو مليو تہ ٻنهين چالاڪيءَ سان مسلمان کي حلوي ڪان محروم ڪرڻ چاهيو پر قدرت اهڙو بندوبست ڪيو جو حلوو مسلمان کي ئي مليو ۽ قدرت ان جي دستگيري فرمائي. ان مان معلوم ٿيو تہ چالاڪي الله کي پسند نہ آئي ۽ ڀالي ڀولي مسلمان تي رحمت نازل ٿي.

یک حکایت بشنو اینجا اے پسر
تا نگردی مُمتحن اندر ہنر

ترجمو: "پٽ! منهنجي ڳالهہ (ڌيان سان) ٻڌ، تان تہ تون هنر ۾ آزمائش ۾ نہ پوين."

تون هن قصي کي ٻڌي چالاڪيءَ کان بچندين ۽ ان ۾ هنرمندي ڏيکاري آزمائش ۾ گرفتار ٿيندين. يهودي، نصراني ۽ مسلمان جو سفر قصداً هو يا اتفاق سان ٿي پيو، مطلب تہ هڪ مومن ٻن گمراهن سان روانو ٿيو. اهي ٻئي نفس ۽ شيطان جهڙا هئا ۽ مومن بمنزلہ عقل جي هو. اهو جوڙ ائين هو جيئن هڪ پڃري ۾ ٻي جوڙ پکي گڏ ٿي ويندا آهن يا قيدخاني ۾ مختلف قسمن جا ماڻهو گڏ ٿي ويندا آهن. اتفاق سان ائين بہ ٿي ويندو آهي. اهو ئي مثال هن دنيا ۾ انسانن جو آهي. رستي کلڻ تي رکيل مسافر پنهنجو پنهنجو رستو اختيار ڪن ٿا. پڃرو کلڻ سان پکي پنهنجي هم جنس ڏانهن اڏامي ويندو آهي. پڃري ۾ واپسي واري جاءِ جي شوق ۾ پکي پر ڦڙڪائيندا آهن.

اهي پکي وطن جي شوق ۾ پر پکيڙين ٿا پر اُڏامڻ جو رستو نہ آهي. رستي ملڻ سان تمنا پوري ٿيندي آهي. انسان جي بدن جي جزن جو بہ اهو ئي حال آهي. انسان چئن عنصرن مان ٺهيو آهي. انسان جا اجزاء پنهنجي مرڪزن ڏانهن منتقل ٿيڻ جا منتظر آهن. جمود ان وقت تائين آهي جيستائين حق جي اڳيان حاضري ڪونہ ٿي آهي. جڏهن جلال خداوندي جو پرتو پوندو تڏهن قيامت جو منظر سامهون اچي ويندو.

اهي ٽيئي مسافر هڪڙي جاءِ تي رهيا. ڪنهن ڳوٺ جي مهمان نواز انهن جي لاءِ حلوو آندو. قرآن پاڪ ۾ آهي تہ اِذَا سَاَلَكَ عِبَادِیْ عَنِّیْ فَاِنِّیْ قَرِیْبٌ (البقره:186) "جڏهن تو ڪان منهنجي باري ۾ پڇن (تہ ڪين ٻڌاءِ) آئون ويجهو آهيان." اهو ميزبان مسلمان هو، ان کي مهمان نوازي ۾ ثواب جي اميد هئي. ذهانت ۽ ادب شهرين ۾ آهي، مهمان نوازي ۽ ڪاڏو ڳوٺاڻن ۾ آهي. ڳوٺ ۾ هر روز هڪ نئون مهمان آهي جنهن جو خدا ڪان سواءِ ڪو فرياد رس نہ آهي. يهودي ۽

عيسائي ڪاڏو وڃيڪ ڪاڏو هو، جنهن جي ڪري انهن کي دست ۾ اُلٽيون ٿي پيون. مومن روزي سان هو انهيءَ ڪري ان کي گهٽي بُک هئي، سانجهي نماز مهل اهو حلوو آيو. انهن ٻن چٽن چيو ته اسان جو پيٽ ڀريل آهي. اج رات رکي ٿا ڇڏيون سڀاڻي کائينداسون. مومن چيو ته حلوو اج کائجي. انهن ٻنهين چيو ته تنهنجو مقصد اڪيلي کائڻ جو آهي چاڪاڻ ته اسين هن وقت نٿا کائي سگهون. مومن چيو ته آئون اڪيلو سڀ کائڻ نٿو چاهيان پر چاهيان ٿو ته تقسيم ڪيو وڃي، جيئن حديث ۾ آهي ته القَسَّامُ فِي النَّارِ، "ورهائڻ وارو جهنمي آهي." جيڪڏهن اها حديث آهي ته ان جو مطلب اهو نه آهي جيڪو انهن مراد ورتو پر صحيح مطلب اهو آهي جيڪو مومن ورتو يعني تقسيم ۾ نفساني غرض نه هجي. انسان الله تعاليٰ جي ملڪيت آهي، هاڻي جيڪڏهن اهو پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي افعالن کي تقسيم ڪري، ڪجهه خدا جي لاءِ ۽ ڪجهه ڪنهن ٻئي جي لاءِ ته گويا اهو مشرڪ آهي. مومن جي راءِ انهن کي نه وڻي.

ٻنهين جو مقصد هي هو ته مومن رات جو بـ بکيو رهي ڏينهن جو ته روزي سان هو. مومن هڪ هو ۽ اهي ٻہ هئا، مجبوراً مومن انهن جو چيو مڃيو. پوءِ اهي رات جو سمهي رهيا ۽ صبح جو اُٿي مُنهن ڌوتائون ۽ سڀئي پنهنجي وظيفي ۾ لڳي ويا. مقصد سڀني جو الله جو فضل طلب ڪرڻ هو. هر شخص خدا جو طالب آهي چاهي هُن، طلب جو غلط طريقو اختيار ڪيو هجي. مطلب ته ڪائنات جي هر شيءِ خدا جي عبادت ۽ تسبيح پنهنجي حال مطابق ڪري ٿي. سڀني جو مقصد خدا آهي. هڪڙي چيو ته هر شخص رات جو خواب بيان ڪري، جنهن جو خواب ڀلو هوندو اهو سڀني جي حصي مان حلوو حاصل ڪري سگهندو. جنهن جو خواب ڀلو هوندو اهو گهڻ واري جو حصو ڪٽندو. جنهن جو خواب بهتر هوندو يقيناً ان جو عقل بہ بهتر هوندو، اهڙي عقل مند جو ڪاڏو سڀني جو ڪاڏو هوندو. جنهن جو عقل بالاتر هوندو يقينا ان جو روح پر انوار هوندو ۽ اهڙي بزرگ جي خدمت ۾ پنهنجي حصي جو حلوو اُن کي ڪارائڻ برڪت جو سبب ٿيندو. مومن، جن جو عقل عامل آهي انهن کي ابدي حياتي حاصل آهي. سڀني کان پهريان يهوديءَ پنهنجو خواب بيان ڪيو. هُن چيو ته خواب ۾ وڃان پيو، رستي ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام ملي ويو (بزرگ رومي چوي ٿو ته ٻليءَ کي خواب ۾ ڇيڇڙا نظر ايندا آهن) آئون حضرت موسيٰ عليه السلام سان گڏ ڪوهِ طور تي پهتس ته ايتري قدر نور ڏٺم جو آئون، حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ ڪوهِ طور اُن نور ۾ ڍڪجي وياسون. ان کانپوءِ اُن نور مان هڪ ٻيو نور پيدا ٿيو. اهو ٻيو نور ايتري قدر روشن هو جو اسين ٽيئي بلڪل اُن ۾ گم ٿي وياسون. ان نور جي تجليءَ سان طور جبل ٽي ٽُڪرا ٿي ويو. ان تجلي ۾ ايتري قدر هيبت هئي جو طور جبل جو هڪڙو ٽڪرو سمنڊ ۾ وڃي ڪِريو، جنهن سان اُن جو زهر جهڙو پاڻي مِٺو ٿي ويو، ٻيو ٽڪرو زمين ۾ هليو ويو ته ان مان هڪ چشمون پيدا ٿيو جيڪو بيمارن لاءِ صحت جو سبب هو، چاڪاڻ ته طور جبل تي حضرت موسيٰ عليه السلام کي وحي آئي هئي جنهن جي برڪت سان اهو پاڻي بيمارن لاءِ شفا ٿيو. ٽيون ٽڪرو اُڏامي بيت الله وٽ پهچي عرفات جو جبل بنجي ويو. آئون جڏهن ننڊ مان سجاڳ ٿيس ته طور جبل پنهنجي جاءِ تي بيٺو هو. ان کانپوءِ طور جبل ۾ ٻي تبديلي شروع ٿي. اهو جبل حضرت موسيٰ عليه السلام جي پيرن ۾ برف وانگر ڳرڻ لڳو. اُن وقت منهنجا حواس درست ٿي ويا. تڏهن حضرت موسيٰؑ ۽ طور جبل کي اصلي حالت ۾ ڏٺم پر هاڻي هيءَ عجيب ڳالهه ڏٺي اٿم جو اُن جبل جو دامن عجيب مخلوق سان ڀريل آهي. هر شخص جي هٿ ۾ حضرت موسيٰ جهڙي لٺ ۽ اُن جي بدن تي حضرت موسيٰ عليه السلام جهڙو خرقو آهي ۽ اهي سڀ ٻِلندا طور جبل ڏانهن وڃن پيا. حضرت ابراهيم عليه السلام دعا گهري هئي ته رَبِّ اَرِنِيْ كَيْفَ تُحْيِ الْمَوْتٰى (البقره:260) "اي خدا، مون کي ڏيکار ته تون مُردن کي ڪهڙي طرح زنده ڪندو آهين!"

سڀئي ماٺهو دعا لاءِ هٿ پکيڙيو بيٺا آهن. پوءِ اها بيهوشي جلد ختم ٿي. مون کي هر هڪ جي صورت ٻئي جهڙي ڏسڻ ۾ آئي. هاڻي مون هي سمجهيو ته انبيائن جو مجمع آهي ۽ ان مان آئون سمجهي ويس ته نبي سڀئي پنهنجي دعوت ۾ متحد آهن، پوءِ مون کي ملائڪن جي هڪ اهڙي جماعت نظر آئي جيئن اهي برف جا ٺهيل هجن. ملائڪن

جي هڪ ئي جماعت بہ هئي جن جي صورت باھہ جهڙي هئي. ان خواب تي تعجب نہ ڪريو، ٿي سگهي ٿو تہ ان يهودي جو انجام ۽ خاتمو بهتر حالت ۾ ٿيو هجي ۽ ان مرڻ وقت شرڪ وغيره کان توبهہ ڪئي هجي. ڪنهن ڪافر جي باري ۾ بہ حتمي طور تي ڪجھ نٿو چئي سگهجي. ٿي سگهي ٿو تہ ان کي آخري وقت ۾ توبهہ ميسر ٿي هجي. ان يهودي کانپوءِ عيسائي پنهنجو خواب بيان ڪيو تہ مون کي حضرت عيسيٰ خواب ۾ نظر آيو. آئون اُن سان گڏ چوٿين آسمان تي پهتس. حضرت عيسيٰ عليه السلام جو چوٿين آسمان تي هجڻ عوام جو خيال آهي. حديث مان ان جو ٻئي آسمان تي هجڻ ثابت ٿئي ٿو. سچ جو چوٿين آسمان ۾ هجڻ بہ خالي هڪ اندازو آهي بظاهر آسماني شيون زمين جي شين کان گهٽيون آهن. آسمان جي عجائبن کي زمين سان ڪا نسبت نہ آهي.

**اُٺ، ڍڳي ۽ دنبي جو قصو**

اشتر و گاؤ و قچے درپیشِ راہ
یافتند اندر روش بندِ گیاہ

ترجمو: ”اُٺ، ڍڳي ۽ دُنبي واٽ ويندي گاھہ جي هڪ ڀري ڏٺي.“

دُنبي چيو تہ جيڪڏهن اها گاھہ ڀري اسين سڀئي کائينداسون تہ ڪنهن جو پيٽ نہ ڀربو انهيءَ ڪري اسان مان جنهن جي وڏي عمر آهي اهو گاھہ اهو کائيندو. ڇاڪاڻ تہ حديث شريف ۾ حڪم آهي تہ وڏي جي عزت ڪريو پر هن وقت ۾ فقط ٻن جاين تي وڏن کي اهميت ڏني ويندي آهي. هڪ جڏهن کاڌو گهڻو گرم هجي ۽ ان جي کائڻ سان وات سڙندو هجي. ٻيو ان جاءِ تي جتي پُل ٽٽل هجي ۽ اُتان لنگهڻ خطرناڪ هجي. جيڪڏهن ڪو ڪنهن وڏڙي جي خدمت ڪري ٿو تہ ان مان خدمت واري جو ڪو مقصد هوندو آهي. انهن جي ڀلائي اها آهي تہ چڱائي ڪهڙي هوندي؟ سندن برائي کي انهن جي ڀلائي مان سمجهہ.

**خودپرستي ۽ ڀلائي جي آڙ ۾ بُرائي واري حالت جي بيان ۾ حڪايت**

سوی جامع می شد آں یک شہریار
خلق را می زد نقیب و چوبدار

ترجمو: ”هڪڙو بادشاھہ جامع مسجد ڏانهن وڃي رهيو هو. ماڻهن کي نقيب ۽ چوبدار ماري رهيا هئا.“

لٺيون هڻڻ وارو ڪنهن جو مٿو ڦاڙي رهيو هو تہ ڪنهن جا ڪپڙا ڦاڙي رهيو هو. ان وچ ۾ ٻي ڏوهي هڪڙي شخص ڏھہ لٺيون کاڌيون. اهو شخص رت ڳاڙيندو بادشاھ ڏانهن روانو ٿيو ۽ بادشاھہ کي چيائين تہ هي کلم کلا ظلم ڏس، بدن مان رت پيو ٽمي. دل کي جيڪو صدمو رسيو آهي، ان جو تون ڇا ٿو پڇين؟ تنهنجي نيڪيءَ ۾ ايتري قدر شر آهي تہ تنهنجو نقصان ۽ بُرائي ڪهڙي هوندي؟ شيخ ڪنهن ڪميڻي کان هڪ سلام بہ ڪونہ ٻڌندو آهي تان تہ نتيجي ۾ اهو ان کي وڏيڪ نہ چنبڙي. ولي کي ڪو بد نفس ملي ان کان بهتر آهي تہ ڪو اُن کي بگهڙ پڪڙي، ڇاڪاڻ تہ بگهڙ جيتوڻيڪ ڏاڍو ظالم آهي پر اُن ۾ اها تدبير مڪر ۽ چالاڪي نہ آهي. ورنہ اهو ان حالت ۾ ڪيئن ڦاسي ها؟ پورو مڪر ماڻهوءَ ۾ ئي هوندو آهي. مڪر اِن ڪري ڪري ٿو تہ اُن وٽ ڦسا آهن. هو آواز ٻڌي ٿو ۽ چوي ٿو تہ آئون نٿو ڏسان.

**اُٺ، ڍڳي ۽ دُنبي جي ڳالھہ ڏانهن واپسي، هر هڪ جو پنهنجي عمر جي تاريخ ظاهر ڪرڻ**

گفت قچ باگاؤ و اشتر کاے رفاق
چوں چنیں اُفتاد مارا اتفاق

ترجمو: ”دُنبي اُٺ ۽ ڍڳي کي چيو تہ اي ساٿيو! جڏهن اسان سان اهڙو اتفاق ٿيو آهي.“

... تہ هرڪو پنهنجي عمر جي تاريخ بيان ڪري تہ اسان مان ڪير وڏو آهي. دنبي چيو تهآئون اُن دنبي سان گڏ گاهہ چرنو آهيان جيڪو حضرت اسماعيل بدران قربان ٿيو هو يعني آئون حضرت ابراهيم عليه السلام جي زماني جو آهيان. ڏاگي چيو تہ آئون اُن جوڙ جو ڏاگو آهيان جنهن حضرت آدم عليه السلام جي هر ني ڪيڙي هئي، انهيءَ ڪري منهنجي عمر دُنبي کان وڏيڪ آهي. اُٺ جڏهن دنبي ۽ ڏاگي جون اهي عجيب ڳالهيون ٻُڌيون تڏهن هيٺ ڪنڌ ڪري گاهہ ۾ وات وجهي ڪنڌ مٿي ڪنيائين. اُٺ چيو تہ مون کي پنهنجي پيدائش جي تاريخ ٻڌائڻ جي ضرورت نہ آهي. منهنجو جسم ۽ منهنجي ڊگهي ڳچي ٻڌائي رهي آهي. منهنجي ڪنڌ ۽ جسم مان هر شخص اندازو لڳائي سگهي ٿو تہ آئون توهان ٻنهين کان ننڍو نہ آهيان. هر عقلمند ڄاڻي ٿو تہ منهنجو وجود توهان کان وڌيل آهي. هر شخص ڄاڻي ٿو تہ آسمان بُلندي جي ڪري زمين کان وڌيل آهي ۽ آسمان ۾ زمين کان وڌيڪ عجائب آهن. انهي ڪري منهنجو خواب يقينا يهوديءَ جي خواب کان وڌيل آهي.

**عيسائي ۽ يهوديءَ کي مسلمان جو جواب ڏيڻ**

پس مسلماں گفت کاے یارانِ من
پیشم آمد مصطفیٰ سُلطانِ من

ترجمو: ”پوءِ مسلمان چيو تہ منهنجا دوستو! منهنجو بادشاهہ مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم منهنجي اڳيان آيو.“

جيڪو سردارن جو سردار ۽ رسولن جو شاهہ آهي، ٻنهين جهانن جي لاءِ باعثِ فخر ۽ رستن جي لاءِ هدايت ڪرڻ وارو آهي. پوءِ مونکي فرمايائين تہ اهو هڪڙو وڃي طور جبل تي پُهتو ۽ اُن ڪليم عليه السلام الله سان عشق جي راند ڪئي ۽ ٻيو چوٿين آسمان تي ويو. حضور صلى الله عليه وسلم جن مون کي چيو تہ تنهنجي ساٿين کي گهڻو عروج حاصل ٿيو ۽ تون نقصان ۾ رهين. اُن نقصان کي حلوو کائي پورو ڪر. هڪڙو طور جبل تي ويو ۽ ٻيو آسمان تي پهتو. ٻنهين ملائڪن سان ملاقات ڪئي. ڀالي ڀولي مومن چيو تہ مون حضور صلى الله عليه وسلم جي حڪم سان حلوو ۽ ماني کائي ڇڏي. تڏهن يهودي ۽ عيسائي مسلمان کي چوڻ لڳا تہ اي لالچي! تعجب آهي جو تو چوهارن جو حلوو کائي ڇڏيو! مسلمان جواب ڏنو تہ جڏهن مون کي نبي صلى الله عليه وسلم حڪم فرمايو تہ پوءِ آئون ڪير ٿيندو آهيان جيڪو اُن جي حڪم کان رڪجان؟ تون يهودي آهين تون خود ٻڌاءِ تہ جيڪڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام توکي حڪم ڏي، چاهي توکي اهو گوارا هجي يا نہ هجي، تون سرڪشي ڪري سگهين ٿو؟ اهڙي طرح عيسائي کي بہ چيائين تہ ڇا تون حضرت عيسيٰ جي حڪم جي نافرماني ڪري سگهين ٿو؟ تہ پوءِ آئون مسلمان ٿي ڪري حضور صلى الله عليه وسلم جي حڪم کي ڪيئن نہ مڃان؟ تڏهن ٻنهين چيو تہ تنهنجو خواب سچو آهي ۽ اسان جي سوين خوابن کان بهتر آهي. اي صاحبِ نظر! تو ئي مراد ماڻي توکي حلوو مليو، توکي حضور صلى الله عليه وسلم حڪم ڏنو تہ کاءُ پيءُ. اسين شرمنده آهيون. تنهنجو روح ڏاول آهي، تو ان خواب کي ظاهر ۾ ڏٺو يعني حلوو کائي ڇڏيو. چالاڪ تہ تون ان خواب جي ڪري اسان کان زور آهين. نبي جيڪي ڪجهہ خواب ۾ ڏسيندا آهن اهو بعينہٖ اڳيان ايندو آهي.

هاڻي وري بزرگ روميءَ رحمة الله عليه نصيحت فرمائي ٿو تہ انسان کي وڏائي ۽ بهادري ۽ هنر جو دعويدار نہ هئڻ گهرجي. انسان جي ڪم اچڻ واري شيءِ خدمت يعني عبادت ۽ اطاعت ۽ سُٺا اخلاق آهن. خدا بہ ان عبادت جي لاءِ پيدا فرمايو آهي ۽ هن آيت ۾ اهو ئي فرمايو ويو آهي تہ وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَ الْاِنْسَ اِلَّا لِيَعْبُدُوْنِ﴿۵۶﴾ (الذاريات:56) سامري هنرمندي ڏيکاري ۽ گابو بنايو انهي ڪري اهو مردود بنيو، قارون ڪيميا حاصل ڪئي، ڪيميا گري ۽ خزاني قارون کي زمين ۾ ڳيهايو. ابوجهل چالاڪي ۽ هنر جي ڪري جهنم ۾ ويو. هنر معارفِ يقينيہ ۽ علوم دينيہ آهن نہ ڪ علومِ عقليہ حقيقت ۾ عارف عقلي دليلن کي اُنهن دليلن کان بہ گندو سمجهي ٿو جيڪي طبيب جا قاروره جي باري ۾

هوندا آهن. قاروره (پيشاب) کي ڏسي ڪري طبيب مرض تي استدلال ڪندا آهن. جيڪڏهن تو وٽ عقلي علوم کي سواءِ ڪجهه نه آهي ته وڃي ڏوڙ پاءِ! عقلي دليل انڌي جي لٺ آهن جيڪي اُن جي انڌي هجڻ جا دليل آهن. عقلي دليل ۽ انهن جا مدعي ٻئي عارفن وٽ ذليل ۽ حقير آهن. عقلي دليلن جو شان ۽ شوڪت ته گهٽو آهي پر مدعيٰ بلڪل حقير آهي. ان جو مثال هي آهي ته ڪو انڌو پنهنجي انڌي هجڻ جي ثبوت لاءِ گوڙ شور ڪري.

**بادشاهه جو ٽن ڏينهن اندر سمرقند مان حال وٺڻ لاءِ ماڻهو موڪلڻ مسخري جو چوڻ ته اهو مون کان نه پُڇي**

سيدِ ترمذ که آنجا شاه بود
مسخره او دلقکِ دلخواه بود

ترجمو: ”ترمذ جي بادشاهه جو ”دلقڪ“ نالي هڪ دلچسپ مسخرو هو.“

بادشاهه پڙهو ڏياريو ته ڪو سمرقند وڃي اُتان جا احوال معلوم ڪري اچي. ان اعلان بعد هڪ مسخرو هڪڙي ڳوٺ مان ڊوڙندو آيو ۽ فقط اهو چوڻ آيو ته آئون ان جي قابل نه آهيان جو اها مهم سر ڪري سگهان. بادشاهه چيو ته جيڪو پنجن ڏينهن ۾ اُتي جي خبر آڻيندو اُن کي خزانو ڏيندس ۽ اهو ملڪ ۾ سردار ۽ عزت وارو بڻجي ويندو. ان مسخري ڊوڙ ڊڪ دوران بادشاهه تائين پهچڻ ۾ ٻه گهوڙا ماري وڌا. رستو به صاف ڪونه هو نيٺ هو بادشاهه جي ڪچهري ۾ پهچي ويو. دلقڪ جي گهبرائيندي اچڻ ۽ ان طريقي سان بادشاهه وٽ پهچڻ سان ڪچهري جي ماڻهن ۾ چه مي گوئيون شروع ٿي ويون ۽ بادشاهه به ڪجهه گهبرائجي ويو. هر شخص کي هي خيال ٿيو ته دلقڪ ڪا خوفناڪ خبر کڻي آيو آهي، ڪا خطرناڪ خبر آهي تڏهن ته دلقڪ ايترو تيزيءَ سان سفر ڪيو آهي جو ٻه گهوڙا رستي ۾ مري ويا.

اهڙن افواهن سان ڪچهري ۾ رجي ويئي. دلقڪ جي عجلت ۽ تڪڙ تڪڙ جي ڪري پورو شهر تشويش ۾ مبتلا ٿي ويو. سڀني اهو سمجهيو ته ڪنهن وڏي مصيبت جي خبر آندي اٿس. هر ماڻهو چئي رهيو هو ته خبر نه آهي ڪهڙي بلا ٻري آهي، ڪهڙو عظيم حادثو پيش آيو آهي. دلقڪ ان حالت ۾ دربار ۾ حاضريءَ جي اجازت گهري ۽ بادشاهه فورا اُن کي ملاقات جي اجازت ڏني. دلقڪ دربار ۾ آيو تڏهن بادشاهه پڇيو ته ڇا حال آهي؟ بادشاهه يا ڪو وزير جڏهن به دلقڪ کان ڪجهه پڇڻ چاهي ته هو پنهنجي وات تي هٿ رکي، چُپ رهڻ جو اشارو ڪري پيو. هُن جي ان حرڪت سان اجان زياده پريشاني وڌي ويئي. دلقڪ بادشاهه کي اشاري سان چيو ته مون کي ساهه کڻڻ ڏيو تان ته آئون پنهنجا حواس درست ڪريان، هن وقت منهنجي عجيب حالت آهي، پوءِ ڪجهه ٻڌائيندس. بادشاهه ٿوري دير انتظار ڪيو ۽ انتظار ۾ ڪيس سخت ناگواري لڳي.

دلقڪ بهترين خوش طبع ۽ هم نشين هو. هن کي ڪنهن ڪڏهن به پريشان ڪونه ڏٺو. دلقڪ هميشه داستان گوئي ۽ مذاق سان بادشاهه کي خوش رکندو هو. هو بادشاهه کي ايتري قدر کِلائيندو هو جو بادشاهه کي کِل جي زيادتي جي ڪري پيٽ ۾ سور پئجي ويندو هو، جڏهن ته هن جي اهڙي حالت تمام بدحال آهي ۽ بادشاهه کي به خاموش رهڻ جا اشارا ڪري رهيو آهي. ان سان بادشاهه کي طرح طرح جا خيال اچي رهيا هئا ۽ بادشاهه سوچڻ لڳو ته خبر نه آهي ڪهڙي مصيبت پوڻ واري آهي. بادشاهه کي خوارزم سمر قند جي بادشاهه کان گهڻو ڊپ هو انهيءَ ڪري هُن دلقڪ جي حالت مان هي سمجهيو ته دلقڪ کي اُن جي حملي جي خبر آئي آهي. ڇاڪاڻ ته خرارزم شاهه ڏاڍو خونريز هو. خوارزم شاهه جو تخت گاهه سمرقند هو ۽ اُن جو وزير ڏاڍو چالاڪ ۽ ذهين هو. اهو گهڻن بادشاهن کي تدبير ۽ حملي سان قتل ڪري چڪو هو. ترمذ جي بادشاهه کي به ان جو ڊپ هو ۽ دلقڪ جي ان حالت مان بادشاهه جو ڊپ ۽ خوف وڌي ويو بادشاهه دلقڪ کي چيو ته جلد ڳالهه ٻُڌاءِ. ان تي دلقڪ چيو ته مون ڳوٺ ۾ توهان جو پڙهو ٻڌو ته توهان ڪنهن شخص کي سمرقند موڪلي احوال معلوم ڪرڻ چاهيو ٿا ۽ توهان هي اعلان ڪرايو آهي ته خبر آڻڻ

واري کي توهان گهڻو انعام ڏيندا، آئون ڊوڙي هن لاءِ آيو آهيان ته توهان کي ٻڌايان ته آئون اها مهم سر نٿو ڪري سگهان، اهڙي چُستي ۽ چالاڪي جو فوراً سمرقند وڃي احوال معلوم ڪري سگهان مو نڪان ممڪن نه آهي، توهان مون مان اميد وابسته نه رکو جڏهن جبل ڪوٽڻ تي ڪوئو نڪتو، تڏهن بادشاهه چيو ته تنهنجي اهڙي جلدبازيءَ تي لعنت هجي. سڄي شهر کي پريشان ڪري ڇڏيو.

مولانا رومي فرمائي ٿو ته انهن ڪوڙن بزرگن جي اها ئي حالت آهي جيڪا دلقڪ جي هئي جو هڪ معمولي ڳالهه جي لاءِ ايتري قدر طمطراق ڏيکارين ٿا. اهي ناقص شيخ به دُهل وڃائن ٿا ۽ چون ٿا ته اسين فقر ۽ فنا جا امام آهيون ۽ وڏائي ڏيکاري پاڻ کي بايزيد رحمة الله عليه ثابت ڪن ٿا. اهي شيخ بلڪل بي پير آهن. خود بخود سالڪ بنيا ۽ پوءِ خود بخود واصل بحق ٿي ويا ۽ دعوائون شروع ڪري ڇڏيائون. سندن مثال بلڪل اهڙو آهي جيئن ڪو پنهنجي گهر ۾ شاديءَ جو ڪاج رچائي رهيو هجي پر ڇوڪريءَ وارن کي ڪا خبر نه هجي. ان مڙس جي گهر ۾ ڌام ڌوم برپا آهي ۽ شاديءَ جون سڀ ضرورتون مهيا ڪيون وڃن پيون ۽ چوي پيو ته اسان شاديءَ جي پوري تياري ڪئي آهي. گهر کي به رنگ ڏياري نئون ڪيو اٿس ۽ ان هوس ۾ مست آهي، حالانڪ ڇوڪريءَ وارن جي طرفان ڪا به موٽ ڪانهي. هتان ڪان پيغامن جي پري آهي هُتان ڪان ڪو به جواب ڪونهي. جيڪڏهن ڪو ان ڪان پُڇي ٿو ته ڇوڪريءَ وارن طرفان به ڪو پيغام آيو آهي ته چوي ٿو ته نه اُتان ته ڪو جواب ڪونه آيو آهي پر اُنهن کي سڀ ڪجهه معلوم آهي. اهو ئي حال مڪار شيخن جو آهي جو انهن جي طرفان مقبول بارگاهه هجڻ جون دعوائون آهن پر الله تعاليٰ جي طرفان مقبوليت جا ڪجهه به آثار نه آهن. بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو رحمة الله عليه ته جيڪڏهن تعلق مع الله جي دعويٰ ۾ توري به صداقت آهي ته پوءِ اُتان ڪان جواب ۾ محرومي ڇو آهي؟ خدا سان تعلق جا گهڻا باطني آثار آهن جن کي بيان ڪرڻ مُناسب نه آهي.

اُن مسخري جي قصي جي تڪميل ڪر، اُن يهوديءَ خواهه مخواهه پاڻ تي مصيبت نازل ڪئي. بادشاهه اُن کي جيل موڪلڻ جو حڪم ڏيئي ڇڏيو. وزير چيو ته مسخري کي هتي ڪو ڪم هو جنهن جي ڪري هي ڦچندو آيو. هاڻي اُن جي راءِ بدلجي ويئي تڏهن هُن اهو ڀهروپي وارو ڪردار ادا ڪيو آهي. اُن جو اصل مقصد اها خبر ڏيڻ نه آهي، هي چالاڪي ڪري رهيو آهي ۽ اصل مقصد کي لِڪائي رهيو آهي، هُن مياڻ ڏيکاري ۽ تلوار لِڪائڻ جي ڪوشش ڪئي، غِلاف ڏيکاري ۽ ڇُري لِڪائي رهيو آهي يعني اڄڻ جو اصل مقصد ظاهر نه ڪري رهيو آهي. بادام ۽ اخروٽ مان اصل حقيقت تڏهن ظاهر ٿيندي آهي جڏهن ان کي ڀڃجي. جڏهن بادام ڀڃبو تڏهن اصل حقيقت ظاهر ٿيندي. ان جي ڳالهه تي ڌيان نه ڏيو ان جي ظاهري نشانين تي نظر رکو. الله تعاليٰ به نيڪي ۽ بدي جي ظاهري نشان ڏانهن اشارو فرمائي ٿو. ظاهري نشانيون ان جي قول جي برخلاف آهن ۽ هي بشر مان شر بڻيو آهي. دلقڪ جڏهن وزير جي گفتگو پنهنجي خلاف ٻُڌي تڏهن چيائين ته اي وزير! منهنجي پويان نه پئو. تو کي اجائي اها بدگماني آهي جيڪا گناهه آهي. ظلم خود بُرو آهي ۽ ظلم تي ظلم ڪرڻ ته تمام گهڻو خراب آهي. بادشاهه مخالفن تي به ظلم نٿو ڪري ته دوستن تي ظلم ڪيئن ڪندو. بادشاهه وزير جي گفتگو مان مسخري جي مڪر کي سمجهي ويو. بادشاهه حڪم ڏنو ته مسخري کي جيل ۾ موڪليو وڃي. دُهل جڏهن وڄندو آهي تڏهن ٻين کي خبر پوندي آهي. دُهل ۾ ٻئي ڳالهيون آهن؛ هڪ هي ته اُن ۾ هوا ڀريل آهي ٻي ڳالهه هي ته اُن ۾ ڪو ٻيو جسم نه آهي. انهيءَ ڪري اهو ڀريل به آهي ۽ خالي به. جڏهن دلقڪ ڦاٿندو تڏهن سچي ڳالهه چوندو، جنهن سان دل مطمئن ٿي ويندي ۽ سچ ڳالهه سان دل مطمئن ٿيندي آهي. ڪوڙي ڳالهه دل کي مطمئن ڪونه ڪندي آهي. ڪوڙ دل ۾ اهڙي طرح کُٽڪندو آهي جهڙي طرح ڪک وات ۾ لڳندو آهي. ڪک جڏهن وات ۾ رهندو آهي ته زبان کي هيڏانهن هوڏانهن گهمائيندو رهندو آهي. جيڪڏهن ڪک اک ۾ پئجي وڃي ته پاڻي اچي ويندو آهي ۽ اک پوربي پٽبي ۽ کُرندي رهندي آهي. اسين ان ڪک (دلقڪ) کي لتون هڻنداسون تان ته مُنهن ۽ اکين کان اهو پري رهي. دلقڪ چيو ته اي بادشاهه، سزا جي حڪم ۾ جلدي نه ڪريو، اها

ڳالهه توهان جي حِلم ۽ مغفرت جي منافي آهي. توهان جي جلدي جو ڪو سبب به نه آهي. آئون توهان جي قبضي ۾ آهيان. جيڪو شخص خدا جي لاءِ سزا ڏئي ٿو ان ۾ جلدبازي مناسب ڪونه هوندي آهي. جيڪا سزا خدا جي لاءِ نه آهي پر پنهنجي ذات جي ڪري ڏني وڃي اُن ۾ جلدي بازي هوندي آهي تان ته رضامندي مانع نه ٿئي. ان شخص کي هي ڊپ هوندو آهي ته جيڪڏهن رضامندي ايندي ته سزا ۾ اُنجو مزو هليو ويندو. جنهن کي ڪوڙي بُک هوندي آهي اهو جلد کائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته متان بک ختم ٿي وڃي حالانڪ اها ڪوڙي بُک خود هڪ بيماري آهي. جيڪڏهن سچي بُک آهي ته کائڻ ۾ دير بهتر آهي تان ته بُک ۾ اجان اضافو ٿئي ۽ ڪاڏو بغير ڪنهن ناخوشگواري جي هضم ٿي وڃي. توهان مون کي هن ڪري مارڻ چاهيو ٿا ته توهان جي ذهن ۾ هي آهي ته مونکي ڪا خوفناڪ ڳالهه معلوم ٿي آهي ۽ اها آئون ڪونه ٻڌائي رهيو آهيان، جيڪڏهن ٻڌائيندس ته توهان تدبير ڪندا ۽ مصيبت کي منهن ڏيڻ جو انتظام ڪري وٺندا پر توهان کي معلوم هجڻ گهرجي ته مصيبت اچڻ جو ڪو هڪ رستو نه آهي. جيڪڏهن توهان هڪ رستو بند ڪندؤ ۽ اها مصيبت مقدر آهي ته ٻئي رستي تان اچي ويندي. مصيبت ٽارڻ جي ترڪيب اها نه آهي ته مون کي ماري اُن جي ٽارڻ جي تدبير ڪئي وڃي پر اصل ترڪيب هيءَ آهي ته ماڻهن سان احسان، عفو ۽ ڪرم جو معاملو ڪيو وڃي. حضور عليه السلام فرمايو آهي ته صدقو مصيبت کي دفع ڪري ٿو ۽ اصل مرض جو علاج صدقو آهي. صدقي جي اها ڪا صورت نه آهي ته توهان مون درويش کي مارايو ۽ پنهنجي بردباري جي اک کي بند ڪريو. بادشاهه چيو ته ڀلائي سُٺي شيءِ آهي پر ان وقت جڏهن ان جو موقعو هجي بي موقع ڀلائي تباهي آهي. شطرنج جي مهرن ۾ رخ جي بجاءِ بادشاهه کي وهاريو وڃي ته بازي ويران ٿي ويندي. شريعت جزا ۽ سزا جو حڪم ڏنو آهي ۽ ٻئي شيون پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ٺيڪ آهن. بادشاهه جي لاءِ تخت ۽ گهوڙي جي لاءِ دروازو بهتر جڳهه آهي. ڪنهن شيءِ کي اُن جي مقام تي رکڻ عدل آهي ڪنهن شيءِ کي بي موقع رکڻ ظلم آهي. وڻن کي پاڻي ڏيڻ عدل آهي ڪنڊن کي پاڻي ڏيڻ ظلم آهي. جيڪڏهن هر جڳهه جزا ضروري ۽ مناسب هجي ته پوءِ سزا جو پيدا ڪرڻ عبث ۽ بيڪار ٿي ويندو. ڪا شيءِ نه ته مڪمل خير آهي نه مڪمل شر آهي. خير کي جيڪڏهن بي موقع استعمال ڪيو وڃي ته شر آهي. شر کي باموقع استعمال ڪيو وڃي ته خير آهي. نفعي ۽ نقصان جو مقام جدا آهي. علم جي ضرورت ۽ نفعو هي آهي ته انسان کي ان سان صحيح جڳهه معلوم ٿي ويندي آهي. ڪنهن فقير کي چماٽ هڻڻ ۾ ڪنهن وقت اهو ثواب حاصل ٿيندو آهي جيڪو اُن کي ماني ۽ حلوي کارائڻ ۾ نٿو ملي. حلوو ته اُن ۾ گرمي ۽ صفراء جو اضافو ڪندو ۽ چماٽ اُن جي باطني خباثت کي صاف ڪندي. جيڪڏهن مسڪين ڪا اهڙي حرڪت ڪري رهيو آهي جنهن سان جي ڪنڌ پر ڪِرڻ جو امڪان هجي ته اُن کي چماٽ هڻي روڪي ڇڏ. تون جڏهن ڪنهن مسڪين جي بد عادت تي ڪيس چماٽ هڻين ٿو ته تون مسڪين کي ڪونه ٿو مارين پر اُن جي بد عادت کي مارين ٿو. ڪمبل تي جيڪڏهن لٺ لڳل آهي ته لٺ کي مارين ٿو. ڪمبل کي ڏک ڪونه هڻين ٿو. بادشاهن وٽ نشاط ۽ خوشيءَ جي به محفل هوندي آهي ۽ جيل خانه جي به. محفل مخلص دوستن جي لاءِ آهي ۽ جيل خانو ناقصن جي لاءِ آهي. ڦُرُ نشتر کي چاهيندو آهي جيڪڏهن تون اُن تي مرهم رکندين ته ان جو مطلب هي ٿيو ته تون ڦُر ۾ پونءِ ۽ گند جمائي رهيو آهين. اها پونءِ گوشت کي ڳاري ڇڏيندي. اهڙي ۾ مرهم سان فائدو گهٽ نقصان وڌيڪ ٿيندو. ڦُر ۾ ساڙو ٿيندو ۽ اُن جو اندروني حصو تباهه ٿي ويندو. نتيجي ۾ موت ايندو.

دلقڪ چيو ته منهنجو مطلب هي نه آهي ته مون کي ڇڏيو وڃي پر مقصد هي آهي ته پوري تحقيق ڪري عمل ڪيو وڃي. صبر ۽ بردباريءَ جو دروازو بند نه ڪريو، چند ڏينهن ان معاملي تي غور ڪري ڪنهن نتيجي تي پهچو، تحمل جي نتيجي ۾ معاملي جو يقين حاصل ٿي ويندو آهي. پوءِ جيڪڏهن سزا به ڏيٺي آهي ته جرم جي يقين تي ڏني وڃي. جڏهن سڏو بيهي هلڻ ممڪن هجي ته اونڌي منهن نه هلڻ گهرجي. سزا ۾ به صحيح طريقو اهو ئي آهي ته جرم

جو يقين حاصل ڪيو وڃي پوءِ ڪنهن راءِ تي پهچڻ جي لاءِ سڪون سان مشورو به ڪرڻ گهرجي. حضور عليه السلام جن جي لاءِ به مشوري جو حڪم هو، صحابه جي باري ۾ فرمايو ويو ته انهن جو معاملو مشوري سان ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ ته مشوري جي صورت ۾ غلطيءَ جو امڪان گهٽجيو وڃي. هڪ عقل ۽ چند عقلن جو مثال هڪ چراغ ۽ چند چراغن جو آهي. ٿي سگهي ٿو ته مشورو ڏيندڙن ۾ اهڙو به هجي جنهن کي آسمان مان فيض حاصل هجي. نظر وارن مان ان بينائي جي تلاش ڪر جنهن جو تفصيل هن مختصر مجموعي ۾ نٿو ڪري سگهجي. رهبانيت ۽ خلوت جي هن ڪري مخالفت آهي ته انسان هميشه جي لاءِ اهڙي صاحب علم و نظر ڪان محروم ٿي ويندو. نيڪ ماڻهن ۾ ڪو اهڙو مقبول بارگاهه به هوندو جنهن جي سند تي بادشاهه جي طرفان لفظ "صح" لکيل آهي. اها نشاني هِن ڳالهه جو اشارو هوندي آهي ته ان فرمان ۾ جيڪو حڪم آهي اهو بلڪل صحيح ۽ درست آهي ۽ ان نشانيءَ جو مطلب هي به آهي ته الله تعالىٰ اُن جي دعا کي قبول فرمايو ۽ الله وٽ ڏاڍو مقبول ۽ بخشيل آهي. اهو بزرگ ايتري قدر الله جو مقبول هوندو آهي جو اُن سان اختلاف جي گنجائش ڪونه هوندي آهي ۽ اُن جي مخالف جو هر دليل الله وٽ ڪمزور هوندو آهي. الله تعالىٰ فرمائي ٿو ته جڏهن اسان اُن کي مقبول بنايو ته اُن سان اختلاف ڪرڻ جو ڪو جواز نه آهي. اُن شخص جي ڳالهه کي نه مڃڻ ۽ ٻي ڳالهه چوڻ ائين آهي جيئن قبلو اکين جي اڳيان هجي ۽ پوءِ انسان اٽڪل سان قبلو متعين ڪري. جڏهن قبلو اڳيان سامهون اچي ويو ته هاڻي اٽڪل کان منهن موڙڻ ضروري آهي. اُن عقل واري کي پنهنجو قبلو بناءِ ۽ سمجهه ته جيڪڏهن تو اُن کان غفلت ڪئي ته تون باطل قبلي جو غلام بنجي ويندين. جڏهن تون ان قبلي جو قدر نه ڪندين ته تنهنجي ناشڪري جي ڪري اها نظر به توکان ڦري ويندي جنهن سان تون قبلي کي سُڃاڻي سگهين. جيڪڏهن تون نيڪي ۽ ان جي رزق جو طالب آهين ته تون اهڙن همدردي کان ٿوري دير جي لاءِ به قطع نظر نه ڪر، ڇاڪاڻ ته سُٺي ساٿيءَ کي ڇڏڻ جي نتيجي ۾ بُرو ساٿي ملندو آهي.

### ڪوئي ۽ ڏيڏر جي حڪايت

هن حڪايت جو مقصد هيءُ آهي ته بُري ساٿي جو بُرو انجام هوندو آهي. ڏيڏر، ڏيڏر جو ساٿ ڇڏي ڪوئي سان سنگت رکي ته مار کاڌائين.

از قضا موشے و چغزے باوفا
بر لبِ جو گشتہ بودند آشنا

ترجمو: "قسمت سان هڪ ڪوئو ۽ وفادار ڏيڏر واهه ڪناري (مليا ۽) پاڻ ۾ دوست ٿي ويا."

ڪوئو ۽ ڏيڏر مقرر وقت تي هڪڙي جاءِ تي گڏبا هئا. هڪ ٻئي سان دل جو اوپر ڪندا هئا. ٻنهين جي دل ۾ ڪشادگي پيدا ٿي. هڪڙو ٻئي کي قصو ٻڌائيندو هو ۽ ٻيو اُن جو قصو ٻڌندو هو. بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته دل سان گفتگوءَ جو جوش اُٺڻ دوستيءَ جي علامت آهي ۽ بي اُلفتي ۾ زبان ڳالهه ڪرڻ کان رڪبي آهي. جڏهن عاشق محبوب کي دل جي نگاهه سان ڏسندو آهي ته اُن جو هر حجاب ختم ٿي ويندو آهي ۽ دل کولي ڳالهيون ڪندو آهي. جيئن بلبل گل کي ڏسي خوب ٻوليندي آهي. عاشق پُگل مڇي آهي ۽ معشوق جو ديدار آب حيات آهي. جتي حضرت موسيٰ عليه السلام جي خضر عليه السلام سان ملاقات ٿي اُتي آبِ حيات جو چشمو هو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي ناشتي جي پُگل مڇي کي اهو پاڻي لڳو ته زنده ٿي ڪري سمنڊ ۾ هلي ويئي هئي. طالب پنهنجي شيخ ڪامل جي اڳيان جڏهن وهندو آهي ته شيخ جي قلب جا اسرار اُن تي منعڪس ٿيندا آهن. عارف ڪامل جي پيشاني لوح محفوظ آهي جنهن ۾ ٻنهين جهانن جا اسرار محفوظ آهن. شيخ راهِ سلوڪ جو هادي آهي جنهن کي ڏسي ڪري مقصد تائين پهچي سگهو ٿا. انهي ڪري حضور عليه السلام جن صحابين رضي الله عنهم کي ستارن وانگر قرار ڏنو جنهن جي ذريعي ريگستان ۽ سمنڊ ۾ رهنمائي حاصل

ڪري سگهجي ٿي. انهيءَ ڪري طالب جو فرض آهي ته اهو نظر شيخ تي ڄمائي رکي. شيخ جي ديدار سان رهنمائي حاصل ڪر، بحث ۽ گفتگو جي لٽ اڏائي ان ستاري کي پوشيده نه ڪر. شيخ جي زيارت زياده نافع آهي. بحث ۽ مباحثي ۾ زبان لغزش ڪندي آهي تان ته اها ذات، جنهن جو وحيءَ سان سڌو رابطو هجي جيئن انبياءَ يا اها ذات جنهن جو وحي سان اڻ سڌو تعلق هجي جيئن اولياءَ، پاڻ ڳالهائي ان سان شڪ شبها ختم ٿي ويندا آهن ۽ غبار (لٽ) ان ستاري کي نٿي لِڪائي سگهي. حضرت آدم عليه السلام وحي جو مظهر بڻيو ته اُن کي خودبخود سيني شين جا نالا ياد ٿي ويا. جيتري قدر به شيون هيون اُن جي زبانِ دل جي صحيفي مان سيراب ٿي ڪري پڌائي ڏينديون هيون. حضرت آدم عليه السلام لوحِ دل تان پڙهي هر شيءِ جو نالو اَن جي خاصيت ۽ ماهيت پڌائيندو هو ۽ هو هر شيءِ جو اهو نالو پڌائيندو هو جيڪو اُن شيءِ جي مناسب هوندو آهي. ائين نه ته بزدل جو نالو شينهن رکي ڇڏي.

حضرت نوح عليه السلام ساڍن نو سو سالن تائين هر روز نئون وعظ فرمائيندو هو. ان جو موتي دلين جي ياقوت سان تازو ٿيندو هو. حضرت نوح عليه السلام جي دل ٻين دلين جي مقابلي ۾ بمنزلہ ياقوت جي هئي. حضرت نوح عليه السلام امام قشيري جو رسالو قوت القلوب ڪونہ پڙهيو هو ۽ نہ ئي وري ابوطالب مڪي جو شروح پڙهيو هو. پر مڪاشفي جي چشمي ۽ روح سان وعظ ڪندو هو. اهو وعظ خدائي شراب مان حاصل ٿيو هو جنهن جي پيئڻ سان گونگو به فصيح ۽ بليغ بنجي وڃي ٿو. حضرت مسيح عليه السلام ننڍي عمر ۾ فرمايو هو تہ اِنِّیْ عَبْدُ اللّٰهِ ۗ اٰتٰىنِیَ الْكِتٰبَ(مريم:30) "آئون خدا جو ٻانهو آهيان ان مون کي ڪتاب عطا فرمايو آهي." حضرت دائود عليه السلام جڏهن اهو شراب پيتو تڏهن هو پر لطف ۽ شيرين ڪلام فرمائڻ لڳو. پکي به ان سان مست ٿي ڪري حضرت دائود عليه السلام جي نغمي ۾ شريڪ ٿي ويندا هئا. پکي تہ جاندار آهن پر لوهہ به ان ڪان متاثر ٿيندو هو ۽ ميڻ بنجي ويندو هو. جڏهن حضرت سليمان عليه السلام اهو شراب پيتو تڏهن اهو ئي ٿيو جنهن جي اثر سان عاد جي قوم تباهہ ٿي ۽ ان جي خدمتگار بنجي وئي. اها ئي هوا ان جي تخت کي مٿي تي کڻي هر صبح ۽ شام هڪ مهيني جي منزل طئي ڪندي هئي. اها ئي هوا حضرت سليمان عليه السلام کي پري جو خبرون آڻي ڏيندي هئي.

### ڪوئي ڏيڏر جو هڪبئي سان ملاقات لاءِ رستو تجويز ڪرڻ

ڪوئي جو ڏيڏر سان مشورو ڪرڻ تہ آئون ضرورت پوڻ تي تو وٽ پاڻي مان نٿو اچي سگهان، اسان جي وچ ۾ ڪو اهڙو وسيلو هجڻ گهرجي تہ جڏهن آئون ڪناري تي اچان تہ توکي خبر ڏيئي سگهان ۽ جڏهن تون ٻر جي دروازي تي اچين تہ مون کي خبر ڏيئي سگهين.

اين سخن پايان ندارد گفت موش

چغز را روزے کہ اے مصباحِ ہوش

ترجمو: "هن ڳالهہ جو خاتمو نہ آهي، ڪوئي هڪڙي ڏينهن ڏيڏر کي چيو: اي هوش جا ڏيئا..."

آئون ڪيڏي مهل چاهيان ٿو، تہ توکي راز جون ڳالهيون ٻڌايان پر تون درياءَ ۾ گهمندو وتين ۽ آئون مقرر وقت جو انتظار ڪندو رهان ٿو. آئون درياءَ جي ڪناري تي توکي آواز ڏيان ٿو. تون مون جهڙن عاشقن جو آواز نٿو ٻڌين. مقرر وقت ۾ ڳالهين سان دل نٿي ڀرجي تہ ٻئي وقت بہ ڳالهہ ڪرڻ چاهيان ٿو. نماز ۾ الله تعالىٰ سان پنج وقت ڳالهيون ٿين ٿيون، اهي مقرر وقت عوام لاءِ آهن، پر عاشقانِ خدا تہ هر وقت نماز يعني خدا سان گفتگو ۾ مصروف رهندا آهن. فقط پنجن وقتن ۾ ڳالهہ ڪرڻ سان انهن جي دلَ مطمئن نٿي ٿئي، ڇاڪاڻ تہ انهن جي دلين ۾ لکين راز آهن، جيڪي اهي الله سان سلڻ چاهين ٿا. هڪڙو ڏينهن ڇڏي ملاقات ڪرڻ، اهو حڪم عاشقن لاءِ نہ آهي. عاشقن جي جان ڏاڍي پياسي آهي، انهن جي اُڃ اجهائڻ جي لاءِ هر وقت ملاقات درڪار آهي. درياءُ جي ٻاري ۾ مڇي کي نٿو ڇپي

سگهجي ته تون هڪڙو ڏينهن ڇڏي دريا سان ملاقات ڪر. ڇاڪاڻ ته مڇي درياءَ کان سواءِ ٿوري دير ۾ ئي بيزار ٿي ويندي آهي. مڇي درياءَ جي ڪُن ڪي به پاڻيءَ جو هڪ ڍُڪ سمجهي ٿي. عاشقن جي لاءِ هجر جي هڪ گهڙي به سال برابر آهي ۽ لاڳيتو هڪ سال جو وصال ڪن پل جي ناپائيدار خيال وانگر آهي. معشوق به عاشق جو پياسو ۽ ان جو طلبگار آهي. عاشق ۽ معشوق جو حال اهڙو آهي جيئن ڏينهن ۽ رات جو هڪ ٻئي سان عشق آهي، نه ڏينهن کي رات جي دل ۾قرار آهي نه رات کي ڏينهن جي طلب ۾. هوهر وقت هڪ ٻئي جي پويان آهن. ڏينهن ۽ رات هڪٻئي جو ڪن ۽ پير پڪڙي رکيو آهي ۽ هڪ ٻئي تي مدهوش آهن. معشوق جي دل ۾عاشق جي تصور جو غلبو آهي. عاشق جي دل ۾ معشوق ڪانسواءِ ڪجهه نه آهي. عرب جي مشهور معشوقه "عذره" جي دل ۾ هميشه مشهور عاشق "وامق" آهي. عاشق ۽ معشوق اهڙي طرح ڳنڍيل آهن جهڙي طرح اُٺ جي ڪنڌ ۾ ٻه ڊگرا پيا آهن ۽ انهن جي لاءِ ڪڏهن ملاقات ڪرڻ جو حڪم نٿو ٿي سگهي. معشوق ۽ عاشق ۾ اتحاد آهي. هاڻي جيڪڏهن عاشق ڪي هي چيو وڃي ته تون معشوق جي ڪڏهن ڪڏهن زيارت ڪندو ڪر ته ڇڻ هي صورت آهي جو ان کي چيو وڃي ته تون ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي زيارت ڪندو ڪر. محبوب حقيقي ۽ محبت جو اتحاد عقلي نه آهي. اها ڳالهه مرڻ کانپوءِ سمجهه ۾ اچي ٿي. هن دنيا ۾ به اهو شخص ان کي سمجهي سگهي ٿو، جنهن فنا جو مقام حاصل ڪيو هجي. جيڪڏهن نظري عقل سان اهو اتحاد سمجهه ۾ اچي سگهي ٿو، ته الله تعاليٰ انسان کي مجاهدي جو حڪم نه ڏي ها. الله تعاليٰ روئف ۽ رحيم آهي، اهو سبب کان سواءِ تڪليف ۾ مبتلا نٿو ڪري. مجاهدي کا نپوءِ اهو ذوق پيدا ٿيندو آهي جو ان اتحاد کي سمجهي سگهجي.

**خوشامد ۾ ڪوئي جو وڏاءَ کان ڪم وٺڻ، عاجزي ڪرڻ**

*گفت اے یار عزیز مهر کار*
*من ندارم بے رُخت یکدم قرار*

ترجمو: "ڪوئي چيو: اي مهربان پيارا دوست! آئون توکي نٿو ڏسان ته هڪ گهڙي به قرار نٿو اچي."

ڏينهن ۽ رات جا جيڪي مقصد ٿيندا آهن اهي فقط تنهنجي ذات آهي. تنهنجي مروت جي تقاضا آهي ته مون کي وقت مقرر ڪري ۽ ان کانسواءِ به سڏيندو ڪر. هاڻي ته ڏينهن ۽ رات ۾ فقط هڪ ملاقات مقرر آهي، پر مون کي ان تي قناعت نٿي ٿي سگهي. آئون ته محبت ۾ عجيب بنجي ويو آهيان. تنهنجي محبت ۾ منهنجي دل ۾ پنج سؤ استسقائون آهن، جنهن ۾ به اُڃ نٿي اجهامي ۽ هر استسقاءَ کي جلندر جي بيماري آهي. بڪ نٿي وڃي. تون منهنجي عشق کان بي نياز آهين ورنه تون به خود ڪثرت سان ملاقات جي ڪا تدبير سوچين ها. تون عشق جي معاملي ۾ امير آهين ۽ حسن سان مالامال آهين. پنهنجي مرتبي جي ڪجهه زڪوات مون کي ڏي ۽ مون تي محبت جي نظر رک.

بزرگ روميؒ مجازي معشوق مان حقيقي معشوق ڏانهن رجوع ٿيو آهي ۽ چوي ٿو ته آئون نالائق ۽ بي ادب آهيان پر تنهنجون مهربانيون فقط لائقن لاءِ نه آهن، تنهنجي عام مهرباني سند ڪونه پڇندي آهي. سج جو فيض عام آهي. سج جي گرمي جيڪڏهن پليتي تي پوي ٿي ته به ڪو نقصان نٿو اچي، اها پليتي ڪارآمد ٿي ويندي آهي. ڇيڻو سج جي گرمي سان سُڪي ڪري ٻنيءَ جي ٻارڻ ۾ ڪم ايندو آهي ۽ خود روغن ٿي ويندو آهي جنهن سان حمام خاني جا در ۽ دريون روشن ٿي ويندا آهن. اهو پهريان آلائش هو هاڻي آرائش بنجي ويو. هي ته ان پليتيءَ جو ذڪر هو جيڪا سُڪڻ کانپوءِ حمام ۾ پهتي، جيڪڏهن حمام ۾ نه وڃي ته زمين ان کي ڳهي وڃي ها ۽ اها مٽي ۾ ملي پاڻ بنجي ٻوٽن جي پيداوار جو سبب بنجي ها. جهڙي طرح سج پليتيءَ کي پري ڪري ڇڏي ٿو اهڙي طرح الله تعاليٰ براين کي مٽائي ڇڏيندو آهي. هڪ مرتبو هي آهي ته الله تعاليٰ براين کي نيڪين ۾ تبديل ڪندو آهي.

قرآن پاڪ ۾ آهي تہ ﴿فَأُولَٰئِكَ يُبَدِّلُ اللَّهُ سَيِّئَاتِهِمْ حَسَنَاتٍ﴾ (الفرقان:70) ”پوءِ اهي ماڻهو آهن جو الله تعاليٰ انهن جي گناهن کي نيڪين ۾ تبديل ڪندو.“ جڏهن سچ الله تعاليٰ جو پليتن (گناهگارن) سان اهو معاملو آهي، تہ ان پليتي (گناه) مان گل ڦوٽا (نيڪيون) ڦٽن ٿا ۽ پوءِ گلن (نيڪين) تي جيڪي اثرات مرتب ٿيندا انهن کي تہ اهو ئي ڄاڻي ٿو. جڏهن خبيثن کي اهڙي خلعت عطا ڪري ٿو تہ پاڪن کي ڇا نہ بخشيندو؟ جنت جون اهي نعمتون ملنديون جن کي نہ ڪنهن جي اک ڏٺو آهي نہ ان جو تصور ڪري سگهجي ٿو. اهي زبان ۽ بيان ۾ نٿيون اچي سگهن. اسين انهن نعمتن جو بيان نٿا ڪري سگهون، توهان خود بيان ڪريو ۽ پنهنجي خلق حسن سان انهن مان اسان کي ڪجهہ عطا ڪري اسان جي ڏينهن کي روشن ڪريو. منهنجي خرابيءَ تي نظر نہ ڪريو پر پنهنجو رحم ڪريو ڇاڪاڻ تہ آئون جابلو نانگ وانگر زهر سان ڀريل آهيان، توهان کي اها طاقت آهي جو مونکي ڪنڌي مان گل بنايو ۽ نانگ مان ماکوڙي بنايو. آئون برائيءَ جي انتها تي آهيان ۽ تنهنجي مهرباني ڪرم جي انتها تي آهي، مون جهڙي انتها درجي جي گنهگار کي سنڌ انتهائي ڀاجهہ درڪار آهي.

بزرگ رومي رحمة الله عليه وري حقيقي محبوب کان مجازي محبوب ڏانهن رجوع ڪري ٿو. ڪوئي ڏيڍر کي چيو تہ منهنجي زندگيءَ ۾ تون بي نيازي ڪري رهيو آهين پر منهنجي مرڻ کانپوءِ تون روئندين ۽ اهو روئڻ ڪرم جي ڪري هوندو، ورنہ توکي منهنجي ڪا ضرورت نہ آهي. قبر تي اچي روئندين ۽ ڳوڙها ڳاڙيندين، منهنجي وصل جي محرومي تي نوحہ خواني ڪندين ۽ منهنجي مظلوميت جي ڪري ڪنڌ هيٺ ڪندين. اي منهنجا محبوب! مرڻ کانپوءِ جيڪي تنهنجون مهربانيون ٿينديون انهن مان ذري کن مهرباني هينئر ڪر ۽ جيڪي ڳالهيون قبر تي اچي ڪندين، انهن مان ڪجهہ مون کي هينئر ڪن ۾ ٻڌاءِ. جيڪي محبت ڀريون ڳالهيون قبر تي اچي ڪندين هن وقت غمگين احساس تي نڇاور ڪر، هن وقت منهنجي دستگيري ڪر ۽ غم ۾ مونکي خوش ڪر، اوڌر کان روڪڙ بهتر آهي. جيڪي ڪرڻو اٿئي هينئر ڪر.

**اوڌر کان روڪڙ ۽ سياڻي کان اڄ بهتر آهي**

صوفئ را گفت خواجہ سیم پاش

اے قدم ہائے تُرا جانم فراش

ترجمو: ”چاندي بخشڻ واري صاحب هڪ صوفيءَ کي چيو: منهنجي جان تنهنجي قدمن جو فرش آهي.“

صوفيءَ چيو: اڄ جي هڪ درهم بجاءِ سياڻي جا ٽي درهم ڇا سو درهم بہ مون کي پسند نہ آهن. نقد تہ اهڙي شيءِ آهي جو اُن جي چماٽ بہ اُڌار جي عطا ۽ بخشش کان سُٺي آهي. خاص ڪري تنهنجي چماٽ تہ وڏيڪ بهتر آهي، ڇاڪاڻ تہ منهنجي ڪياڙي تنهنجي ٿڦڙ تي عاشق آهي. جڏهن نقد بهرحال بهتر آهي تہ تون هاڻي اچ، آئون رات جو مسافر آهيان، تنهنجو چهرو چنڊ آهي، چنڊ کي رات جي مسافر کان لِڪائڻ مناسب نہ آهي. آئون نهر آهيان تون وهندڙ پاڻي آهين. پاڻيءَ کي نهر ۾ اچڻ گهرجي. پاڻي پهچڻ سان نهر جا ڪنارا ٽِڙي پوندا آهن ۽ انهن تي گُل ڦوٽا نمودار ٿيندا آهن. اي مخاطب! جڏهن تون نهر جي ڪناري تي ساوڪ ڏسين تہ پري کان سمجهہ تہ نهر ۾ پاڻي آهي يعني ڪنهن شخص جي انوار ۽ برڪتن سان اُن جي صاحبِ نسبت هجڻ کي سمجهہ. نيڪيءَ جا آثار پيشانيءَ تي هوندا آهن. ساوڪ اشارو ڪري ٿي تہ اُتي پاڻي آهي. جيڪڏهن رات جو مينهن پوي ٿو تہ مينهن کي ڪوبہ نٿو ڏسي پر صُبح جو ساوڪ تي تازگي ڏسڻ ۾ اچي ٿي تہ سمجهون ٿا تہ رات مينهن پيو آهي.

## ڪوئي ۽ ڏيڏر جي حڪايت ڏانهن رجوع

اے اخی من خاکیم تو آبئی
لیک شاہ رحمت و وہابئی

ترجمو: ”اي منهنجا ڀاءُ! آئون خاڪي آهيان، تون آبي آهين پر تون رحمت جو اشارو ۽ عطا ڪرڻ وارو آهين.“

ڪوئي ڏيڏر کي چيو ته آئون جيتوڻيڪ خاڪي آهيان ۽ تون آبي، انهيءَ ڪري آئون تنهنجو هم جنس نه آهيان پر تون رحمت جو بادشاهه ۽ عطا ڏانهن منسوب آهين ۽ عطا جي لاءِ هم جنس هجڻ جي ضرورت نه آهي. مون کي اهڙو موقعو ڏي جو توسان وقت بوقت ملندو رهان. ڪوئي ڏيڏر کي چيو ته آئون واهه جي ڪناري تي اچي توهان کي سڏيان ٿو پر توهان جواب عنايت نٿا ڪريو. جيئن ته آئون خُشڪيءَ جو جانور آهيان انهيءَ ڪري پاڻيءَ ۾ نٿو وڃي سگهان! يا ته ڪو نياپو آٽيندڙ يا ڪا اهڙي نشاني مقرر ڪريو جو منهنجو آواز توهان تائين پهچي. ٻنهي دوستن پاڻ ۾ بحث ڪيو. پڇاڙيءَ ۾ هي طئي ٿيو ته هڪ وڏو ڌاڳو هجي جنهن جو هڪ ڇيڙو ڪوئي جي پير ۾ ۽ ٻيو ڇيڙو ڏيڏر جي پير ۾ ٻڌل هجي، جڏهن ضرورت پوي ته ٻنهين مان هر هڪ اُن ڏوريءَ کي ڇڪي وٺي. ايئن ٻئي کي معلوم ٿي ويندو ته اهو سڏي رهيو آهي. بزرگ روميؒ فرمائي ٿو ته جسم جو تعلق روح جي پيرن جي ڏوري آهي جيڪو اُن روح کي آسمان کان ڇڪي آڻي ٿو. روح جو ڏيڏر ننڊ جي حالت ۾ جسم جي ڪوئي کان آزادي لهي خوشي محسوس ڪري ٿو. جسم جو ڪوئو وري اُن کي ڇڪي آڻي ٿو. جيڪڏهن جسم جو ڪوئو روح جي ڏيڏر سان وابسته نه هجي ته روح جو ڏيڏر پاڻيءَ ۾ عيش ڪري ها. جسم ۽ روح جو اهو ته دنياوي زندگيءَ ۾ حال آهي، قيامت ۾ وري جڏهن جسم سان وابسته ٿيندو ته ان جا احوال الله تعاليٰ کان ٻُڌي وٺجو.

ڪوئي چيو ته جڏهن تنهنجي پير ۾ رسي ٻڌل هوندي، آئون توکي خُشڪيءَ مان ڇڪي آڻي سگهندس، هاڻي معاملو حل ٿي ويو. ڏيڏر کي اها ڳالهه ناگوار گذري ته ڪوئو مون کي ڦاسائڻ چاهي ٿو. روشن ضمير انسان کي جيڪا ڳالهه ناگوار ٿئي ٿي اها يقيناً ڪنهن مصيبت جو پيش خيمو هوندي آهي. مومن ۾ اها فراست الله جي صفت آهي جيڪا مومن جي دل جي نور، الله تعاليٰ جي علم مان حاصل ڪئي آهي. الله تعاليٰ جو علم لوح محفوظ ۾ آهي. اها ڳالهه ته اچڻ واري مصيبت کي مومن جي دل تاڙي وٺندي آهي، الله تعاليٰ ڪنهن وقت اها خوبي جانور جي دل ۾ به پيدا فرمائيندو آهي. ابرهه جڏهن پنهنجو هاٿي ڪاهي ڪعبت الله کي ڊاهڻ جي لاءِ روانو ٿيو تڏهن اهو هاٿي اچڻ واري مصيبت کي تاڙي ويو هو ۽ اُن جي وک ڪعبت الله ڏانهن نٿي وڌي. جڏهن اُن هاٿيءَ جو منهن يمن ڏانهن موڙيندا هئا ته ڊوڙڻ لڳندو هو. جڏهن هاٿيءَ جو اهو حال هو ته سمجهو ته جنهن عارف ڪامل تي قلبي واردات هُجن اُن جو ڪهڙو حال هوندو. حضرت يعقوبؑ حضرت يوسفؑ جي لڪل ڳالهه تاڙي ويو. جڏهن ڀائرن پيءُ کان يوسفؑ گهريو تان ته ٿوري دير جي لاءِ ڪيس جهنگ ۾ وٺي وڃن. سيني ڀائرن چيو ته بابا ڊپ نه ڪر، يوسفؑ کي اجازت ڏي. اُنهن هيءُ به چيو ته توهان اسان کي امين ڇو نٿا سمجهو، اسين ته اُن جي حفاظت ڪنداسون. (يوسف-١١) حضرت يعقوبؑ فرمايو ته يوسفؑ کي جدا ڪرڻ سان مون کي تڪليف محسوس ٿئي ٿي. (يوسف-١٣) هونئن منهنجي دل ڪڏهن صحيح ڳالهه سان تڪليف محسوس نٿي ڪري. ان کي الله تعاليٰ جي نور سان روشني حاصل آهي.

حضرت يعقوبؑ کي قلبي احساس سان پورو يقين ٿي ويو هو ته ڀائرن جي ڳالهين ۾فساد مخفي آهي. ان جي باوجود قضاءِ خداوندي ۾ جيئن ته ائين هو، انهيءَ ڪري هو وري به راضي ٿي ويو. حضرت يعقوبؑ دل جي ڳالهه کي درگذر ڪيو، ڇاڪاڻ ته ان معاملي ۾ الله جي طرفان حڪمت لِڪل هئي. حضرت يعقوبؑ کي دل جو نور حاصل هو پوءِ به هو فريب ۾ اچي ويو. اها ڏاڍي عجيب ڳالهه آهي. جيڪڏهن ڪو جهل جو انڌو فريب کائي ته

تعجب نٿو ٿئي. قضاءِ خداوندي جا عجيب تصرفات آهن. اها بينا کي بہ نابين بنائي ڇڏيندي آهي ۽ خدا جي مشيت ان جي اک جو پردو بنجي ويندي آهي. جڏهن تقدير خداوندي ڪنهن معاملي ۾ آڏو اچي ٿي، تہ انسان يقيني ڳالهہ ۾ بہ تذبذب جو شڪار ٿي ويندو آهي.

دل جو پختو ارادو نرم ٿي ويندو آهي، جڻ دل پنهنجي ارادي جي خلاف ان قضا تي راضي ٿي ويندي آهي. اهو پنهنجي ارادي سان پنهنجو پاڻ کي غافل بنائي ڇڏيندو آهي ۽ واڳ قضا جي هٿ ۾ ڏيئي ڇڏيندو آهي. جيڪڏهن کو باطني نور وارو پنهنجي احساسن هٿان مغلوب ٿي ويندو آهي، تہ حقيقت ۾ اها مغلوبيت ناهي پر قدرت جي طرفان آزمائش آهي تہ پنهنجي ارادي جي ابتڙ هو قضا سان راضي آهي يا نہ. قضا جي ڪري جڏهن اهو مصيبت ۾ ڦاسي ٿو ۽ ان مصيبت تي رضا جو اظهار ڪري ٿو تہ سوين مصيبتن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ٿو ۽ ان جو ايئن ڪرڻ ان کي بلندين تي وٺي وڃي ٿو. اهو دليري ۾ ناقص هو، هاڻي جڏهن هن آزمائش ۾ ڪامياب ٿي ويو تہ سوين فاسد خيالن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ورتائين.

ان ڪاميابيءَ جي نتيجي ۾ اهو مضبوط ۽ استاد بنجي وڃي ٿو ۽ دنيا جي وسوسن کان آزاد ٿي وڃي ٿو. هاڻي غير الله کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري توحيد جي مقام تي پهچي وڃي ٿو. هاڻي ان کي هڪ خاص امتياز حاصل ٿي وڃي ٿو. عالم ماٿهو غير حق جي وجود ڏانهن متوجہ ٿين ٿا، هي ان کان نجات حاصل ڪري وڃي ٿو. قضا ۽ قدر جي لامحدود سمنڊ ۾ انسان جو علم ۽ احساس ڪهڙو هنر ڏيکاري سگهي ٿو. عالم شهود ۾ جيڪي ڪجهہ آهي، اهو ان عالم غيب مان آيو آهي. ڪائنات جي هر شيءِ خدائي حڪم بجا آڻڻ جي لاءِ مشتاق آهي. عالم شهادت ۾ هڪ نئين شيءِ اچي ڪري پراڻي شيءِ جي جڳهہ وٺندي آهي. پٽ پيءُ جي جاءِ سنڀاليندو آهي، پيءُ عالم آخرت ڏانهن روانو ٿيندو آهي. هيئن سمجهہ تہ عالمِ شهادت ۽ عالم غيب جي وچ ۾ هڪ ڪليل رستو آهي، جنهن تي هر وقت آمد رفت جاري آهي، اسان کي محسوس نٿو ٿئي، ورنہ عمر جو جيڪو ڏينهن گذري رهيو آهي، اسين ان عالم آخرت ڏانهن وڃي رهيا آهيون. انسان جيڪو ڪاروبار ڪري ٿو ۽ نفعي ڪمائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، اهو ڪنهن وقتي ضرورت جي پيشِ نظر نٿو ڪري پر آئيندي کي نظر ۾ رکي ڪاروبار ڪري ٿو. تون بہ پنهنجي عمر جي مال جو واپار آخرت جي پيش نظر خرچ ڪر. موجوده زندگيءَ ۾ عمر صرف نہ ڪر. صحيح مسافر اهو آهي، جنهن جي نظر منزل مقصود تي آهي. جهڙي طرح خارجي موجودات جو سلسلو آهي اها ئي صورت ذهني موجودات جي آهي. مضمون ۽ خيال عالمِ غيب مان دل تي اچن ٿا. لکو لک تصورن جو اچڻ هي ٻڌائي ٿو تہ اهي سڀ هڪ جڳهہ تان اچي رهيا آهن. مخزن هڪ آهي. جهڙي طرح اڃايل پاڻي ڏانهن ڊوڙندا آهن، اهڙي طرح خيالات دل ۾ ايندا آهن ۽ پنهنجي اڄ اجهائي واپس ويندا آهن. ڪجهہ خيال نمايان هوندا آهن ۽ ڪجهہ بلڪل لِڪل هوندا آهن. جهڙي طرح ستارا آسمان ۾ گردش ڪندا آهن اهڙي طرح خيال دل جي آسمان ۾ گردش ڪندا آهن. جهڙي طرح نجومي ستارن کي سعد ۽ نحس سمجهندا آهن، تون بہ انهن خيالن کي اهڙو ئي سمجهہ. سُٺو خيال هجي، تہ ان مان هئي کي فيض پهچاءِ، برو خيال اچي تہ صدقو ڪر ۽ توجهہ ڪر. فاسد خيالن جي نحوست کان بچڻ جو علاج اسان صدقو ۽ استغفار ٻڌايو پر حقيقت ۾ انهن کان محفوظ رکڻ فضل خداوندي جو ڪم آهي. منهنجا منحوس حالات تبديل ڪر ۽ ان نحس کي ڦيراءِ تہ سعد طلوع ٿئي ۽ چنڊ جي نور سان منهنجي نور کي روشن ڪر. اهو گناهن جي اثر کان ڪارو ٿي ويو آهي. منهنجي روح کي گناهن جي خيالن کان ڇوٽڪارو ڏي. تنهنجي عنايت ۽ مهرباني سان منهنجي دل اها پرواز ماڻي جو دنياوي ڏنڌن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري. عزيز مصر جي خواب ۾ حضرت يوسف عليه السلام جي آزادي جي بشارت هئي. جڏهن الله تعالىٰ احسان ڪرڻ وارن کي پسند ڪري ٿو تہ تون جو نٿو احسان پسند ڪرين. منهنجا گناهہ منهنجي نيڪين کي ڳهي رهيا آهن. مون ۾ نيڪين جو قحط آهي ان کي ختم ڪر. حضرت يوسف عليہ السلام مصر جي عورتن جي سازش سان

جيل ۾ ويو هو. انسان جي نفس ۽ شهوت ان کي عالم بالا کان ڪيرائڻ جو سبب بني آهي. ماءُ جي شهوت اِن جو سبب بني جو آئون رحمِ مادر ۾ قيد ٿيس. پهريون دفعو روح جو هيٺ لهڻ هو جيڪو حضرت آدم عليه السلام جي ضمن ۾ ٿيو. اهو حضرت هوا جي ڳجهي شهوت جي ڪري پيٽ ۾ آيو. ٻيو دفعو هيٺ لهڻ جسم جو هو، جيڪو ماءُ جي شهوت جي ڪري ٿيو، ۽ جسم جي پيدائش ٿي. تون منهنجي زاري ٻڌي مون تي رحم ڪر، يا منهنجورهبر ڪامل جيڪو منهنجي لاءِ دعا ڪري ٿو ان جي دعائن جي ڪري مون تي رحم ڪر. يوسف عليہ السلام جا ڀائر ان جي مصر پهچڻ جو سبب بنيا جتي اهو قيد ٿيو ۽ عورتن جي سازش اُن کي قيد ۾ ڦاسايو. منهنجا گناهه مون کي قُرب کان پري ڪيو بيٺا آهن، انهيءَ ڪري آئون خزان جي پن جيان مرجهايل آهيان. جڏهن مون تنهنجي لطف ۽ ڪرم تي نظر ڪئي ۽ هي پيغام ٻڌو تہ تون توجهه قبول ڪرين ٿو، تو شيطان جي نظر بد کي دفع ڪرڻ جي لاءِ ڪارو داڻو پيدا ڪيو جنهن جو واس ڏيان. يعني توبهہ تہ ان توبهہ کي نظر بد لڳي ويئي. معلوم ٿيو تہ توبهہ ڪرڻ ڪا خاص اهميت نٿو رکي پر اصل اُن جي قبوليت آهي، جيڪو تنهنجو پر لطف نظر ڪرم آهي. تنهنجي نظر ڪرم جو تاثير تہ هي آهي تہ اهو نظر بد کي نيڪ نظر بنائي ڇڏي ٿو. الله تعاليٰ جو نظر ڪرم جن تي ٿي ويندو آهي انهن جي دل جي همت بُلند ٿي ويندي آهي. هاڻي اها دل فقط شير نر يعني آخرت جو شڪار ڪندي آهي. انهن اوليائن جو مقصد آخرت جي معنيٰ تہ ڇا پر فقط ذاتِ خداوندي هوندو آهي. جنهن جا اهي طالب بنجي ويندا آهن ۽ انهن عارفن جو نعرو هي هوندو آهي تہ اسين دنيا جي فاني شين سان ڪا محبت نٿا رکون. اولياء الله جي دل جيڪا تنهنجي طلب ۾ پرواز ڪري ٿي اُن کي تنهنجي عطا سان خاص حواس حاصل ٿي وڃن ٿا. انهن جا حواس خدائي صفتن سان متصف ٿي وڃن ٿا جيئن تہ حديثن ۾ مذڪور آهي، هاڻي انهن جي حواسن جو تعلق عالمِ حقائق سان ٿي ويندو آهي ۽ انهن حواسن ۾ موت يا پيريءَ سان ڪا ڪمزوري نٿي اچي، جڏهن انهن ۾ خدائي صفتون پيدا ٿي وڃن ٿيون. پوءِ جهڙي طرح خدا مالڪ الملڪ آهي انهن جي حواسن کي بہ عوام جي حواسن تي شاهي حاصل ٿي ويندي آهي انسان کي اهڙي ئي بالائي(مٿيرائپ) حاصل ڪرڻ گهرجي.

## رات ۾ چورن جو قصو، جڏهن سلطان محمود وٽن پهچي چوڻ لڳو تہ آءُ بہ توهان جو ساٿي آهيان

شب چوشہ محمود برمی گشت فرد

باگروہ قوم وزداں باز خورد

ترجمو: ”رات جو جڏهن سلطان محمود اڪيلو گشت ڪري رهيو هو تہ چورن جي هڪ گروهہ سان وڃي مليو.“

چورن سلطان محمود کان پڇيو تون ڪير آهين؟ هُن چيو آئون توهان مان ئي آهيان. هڪ چور پنهنجي ساٿيءَ کي چيو تہ هر ڪو پنهنجو هنر ظاهر ڪري. هڪ چيو تہ منهنجي ڪنن ۾ هيءَ خاصيت آهي تہ آئون ڪُتي جي ٻولي سمجهندو آهيان. ٻين چيو تہ اهو وڏو هنر نہ آهي. ٻئي دوست چيو تہ منهنجي اکين ۾ هي تاثير آهي تہ جنهن شخص کي اونده ۾ ڏسان ڏينهن جو بہ ان کي جلدي سُڃاڻي وٺان ٿو. ٽئين دوست چيو تہ منهنجي ٻانهن ۾ ايتري قدر طاقت آهي جو اوزار ڪانسواءِ پٽ ۾ سوراخ ڪري سگهان ٿو. چوٿين دوست چيو تہ منهنجي نڪ ۾ هيءَ خاصيت آهي تہ زمين جي مِٽي سنگهي ٻڌائي سگهان ٿو تہ هتي خزانو آهي يا نہ آهي؟ حديث شريف ۾ آهي تہ: الناس معادن کمعادن الذهب والفضتہ ”انسان سون چاندي جي کاڻين وانگر کاڻيون آهن.“ بزرگ روميؒ فرمائي ٿو تہ ان حديث جي معنيٰ ان قصي مان سمجهه اچي وئي. مطلب هي آهي تہ جهڙي طرح انهن ماڻهن جون وصفون مختلف هيون اهڙي طرح دين سان لاڳاپيل انسانن ۾ مختلف خواص آهن. انهيءَ چور چيو تہ آئون مِٽي سنگهي ٻڌائي سگهان ٿو تہ اتي ڪيتري قدر مال دفن آهي. ڪنهن کاڻ ۾ بي انداز سون هوندو آهي ڪنهن ۾ ايترو نہ هوندو آهي. ڪوتائي جو خرچ بہ ڪرڻ

نڪرندو آهي. مجنون کي ليليٰ جي قبر کنهن کونہ ٻڌائي هئي، هُن مٽي سنگهي ڪري ليليٰ جي قبر سڃاتي هئي. حضور ﷺ جن فرمايو تہ آئون خدائي ساھ هتان کان محسوس ڪري رهيو آهيان ۽ يمن ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون. اهڙي سنگهڻ جو مون کي بہ حصو مليو ويو آهي. ٻئي چور چيو تہ منهنجي هٿ ۾ هيءَ خصوصيت آهي جو آئون جبل جيڏن قلعن تي بہ ڪمند اُڇلائيندو آهيان. بلند قلعن جي ڪنگرن ۾ ڦاسندڙ ڪمند اُڇلايان ٿو. بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ بہ عشقِ الاهي جي ڪمند اُڇلي جنهن جي ذريعي معراج ۾ پاڻ ﷺ سڀورا آسمان تائين پهتا. حضور ﷺ اهڙي ڪمند اڇلائي جيڪا پاڻ سڳورن کي تختِ الاهي، عرش ۽ بخت يعني قربِ الاهي تائين ڪٽي ويئي. حضور ﷺ معراج ۾ بيت المعمور بہ ڏٺو. اِن ڪمند اندازي جي باري ۾ خدا فرمايو تہ اهو فعل بہ توهان جو نہ آهي پر اسان جو آهي. جيئن غزوه بدر ۾ پٿرين جو اُڇلڻ پاڻ سڳورن ﷺ جو فعل ڪونہ هو.

سلطان محمود چورن جي سوال تي فرمايو تہ منهنجي ڏاڙهيءَ ۾ هي خاصيت آهي تہ آئون جڏهن ڏاڙهي لوڏيان ٿو تہ مجرم سزا کان بچي ويندو آهي. جڏهن مجرمن کي جلاد جي حوالي ڪن پر آئون انهن جي آزاديءَ جي لاءِ ڪنڌ سان اشارو ڪريان جيئن ڏاڙهي لُڏي تہ مجرم فورن ڇڏيا ويندا آهن. چورن چيو تہ تون اسان جو قطب ۽ اڳواڻ آهين ڇاڪاڻ تہ مصيبت ۽ گرفتاري جي وقت تون ئي ڪم ايندين. ان گفتگو کانپوءِ سڀ چور چوري ڪرڻ ويا تہ هڪڙي ڪُتي ڀونڪڻ شروع ڪيو. جنهن تي هڪ چور چيو تہ ڪُتو چئي رهيو آهي تہ سلطان محمود اسان سان گڏ آهي. ٻئي مِٽي سنگهي ۽ چيائين تہ هي بيوه جو گهر آهي. پوءِ ڪمند واري ڪمند اُڇلائي. قلعي جي ديوار تان اندر پُهچي ڪري هڪڙي چور مِٽي سنگهي ٻڌايو تہ هتي بادشاھ جو خزانو بي مثال پوريل آهي. سِرنگھ واري سِرنگھ ڪئي. پوءِ سيني چورن خزاني جو سامان لُٽڻ شروع ڪيو. سون ۽ زيور، ڪپڙو ۽ موتي چورن زمين ۾ دفن ڪري ڇڏيا. سلطان محمود انهن سيني کي سُڃاڻي چڪو هو ۽ اُن سڀ ڪجھ ڏٺو هو. سلطان اٽڪل سان اُنهن کان جدا ٿي ڪري واپس موٽيو ۽ عدالت ۾ پهچي رات واري سڄي سر گذشت ٻُڌائي. بادشاھ جي چوڻ تي چورن جي گرفتاريءَ جي لاءِ سپاهي روانا ٿيا ۽ انهن چورن کي گرفتار ڪري انهن جا هٿ ٻڌا. چورن سُڃاتو تہ سلطان رات جو سندن ساٿي هو. جنهن چور جي اک جي هيءَ خصوصيت هئي جو هو رات جي اونده ۾ ڏٺل انسان کي ڏينهن جو سڃاڻي وٺندو هو، اُن چيو سلطان! تون رات اسان سان گڏ هئين. تنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ گهٽيون خصوصيتون آهن، ان جي ڪري ئي اسان جي گرفتاري عمل ۾ آئي آهي. جيئن تہ بادشاھ کي اهو چور سُڃاڻندو هو انهي ڪري اُن چيو: اهوئي سلطان آهي. اُن اسان جا سڀ ڪارناما ۽ راز ڏٺا آهن، آئون رات ۾ ئي سلطان کي سڃاڻي ويو هئس ۽ اُن جي چهري مان لطف اندوز ٿي رهيو هئس، مون کي خبر آهي تہ بادشاھ ڄاڻڻ سُڃاڻڻ وارن سان مروت ڪندو آهي، اُنهن جي ڳالھ ڪونہ ٽاريندو آهي، آئون توهان جي سفارش ڪري توهان کي ڇڏائيندس. چور جي عارف هُجڻ سان بزرگ رومي رحمة الله عليه عارف باالله انسانن جو ذڪر شروع ڪيو آهي تہ انهن جي اک ٻنهين جهانن جي لاءِ باعث امن آهي ۽ هر بادشاھ انهن کان مدد حاصل ڪري ٿو. اهو عارف بقاءِ عالم جو سبب هوندو آهي. جيئن تہ حضور ﷺ کي الله تعاليٰ جي مڪمل معرفت حاصل هئي ۽ حضور ﷺ جي نظر جي باري ۾ قرآن پاڪ مَا زَاغَ الْبَصَرُ (النجم:17) فرمايو آهي يعني حضور ﷺ جي منظور نظر فقط ذاتِ حق هئي ۽ غير ڏانهن نظر ڪونہ هئي ڇاڪاڻ تہ حضور ﷺ کي شفاعت جو حق مليو ۽ حشر ۾ باعثِ امن بنيا. دنيا رات آهي ۽ اُن ۾ سج يعني ذات حق مخفي آهي، پوءِ بہ پاڻ سڳورن ﷺ جي منظور نظر ذاتِ حق آهي ۽ وعدي جي بنياد تي ذاتِ حق کان حضور ﷺ جن شفاعت ۽ امن ڏيڻ جي باري ۾ پُر اميد هئا. قرآن پاڪ ۾ ذڪر ڪيل آهي تہ اسان توهان جي سيني کي ڪشادو ڪيو آهي ۽ ان شرح صدر جو سرمو پاڻ سڳورن جي اکين ۾ هو. ڇاڪاڻ تہ حضور ﷺ انهن تجلين کي بہ ڏٺو جن کي جبرئيل نہ ڏٺو ۽ سدره المنتهيٰ کان اڳتي نہ وڌيو. اهڙو سرمو ڪنهن يتيم کي لڳي وڃي تہ اهو در يڪتا ۽ هادي بنجي وڃي ٿو، جيئن حضور ﷺ جن بنيا. اُن جي روشني جي مقابلي ۾ ٻين

جي بصيرت سچ جي مقابلي ۾ ذرن جي چمڪ آهي. پوءِ اهو ان بصيرت جي ذريعي اهڙي مطلوب (ذاتِ حق) جو طالب بنجي ويندو آهي. پوءِ اُن جي نظر جي اڳيان ماڻهن جا احوال واضح ٿي وڃن ٿا. انهي ڪري الله تعاليٰ حضورﷺ جن کي شاهد، ڏسڻ وارو يا گواهه (شاهد) جو لقب عنايت فرمايو. حضورﷺ جن کي قرآن ۾ شاهد ۽ گواهه قرار ڏنو ويو آهي. شاهديءَ جو مدار ہن شين تي آهي. هڪ هيءَ ته شاهد جي زبان هجي تان ته عدالت ۾ شاهدي ڏيئي سگهي، ٻيو هي ته اک تيز هجي جنهن سان اهو واقعو ڏسي سگهي، انهي ڪري پاڻ سڳورنﷺ ۾ اهي ٻئي شيون مڪمل هيون. جيئن ته پاڻ سڳورنﷺ جو قلب ننڊ جي حالت ۾ به سجاڳ رهندو هو. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورنﷺ جهڙي بيدار قلب کان ڪو راز لِڪل نه رهندو هو. پاڻ سڳورنﷺ کي اُن راز تي اهڙو ئي يقين هوندو هو جيئن پاڻ سڳورنﷺ اُن کي ڏٺو هجي. فقط مدعي جي چوڻ تي قاضي اُن جي قول مطابق فيصلو نٿو ڪري پر شاهديءَ کي ڀڏندو آهي. قاضين جو اهو ئي طريقو آهي ۽ انهن کي گواهن جي ذريعي مُشاهدي جو علم حاصل ٿيندو آهي ته ڄڻ شاهد قاضيءَ جي اک آهي.

شاهد جي شاهدي قاضيءَ جي لاءِ مشاهدو ھِن ڪري هئي ته اُن شاهد بي غرضيءَ سان ان واقعي کي ڏٺو آهي. مدعي به ان ڳالهه کي ڏٺو آهي پر ان جي غرض ان واقعي جي ڪن پهلوئن کي مخفي ڪري ڇڏيو آهي، انهي ڪري اُن جي ڳالهه جو اعتبار نه آهي. الله تعاليٰ جي منشا اها آهي ته انسان بي غرض بنجي وڃي، تان ته اُن کي گواهه جو مرتبو حاصل ٿي وڃي. انسان جا مطلب اُن کي شاهديءَ جي لاءِ ناقابل بنائين ٿا. انسان کي محبوب جي برائي نظر ڪونه ايندي آهي، نه اهو ان جي بري ڳالهه کي ڀڏندو آهي. نورِ خداوندي جي ڪري پاڻ سڳورنﷺ جو علم و معرفت ايتري قدر مڪمل هو جو ٻين جو علم اُن جي مقابلي ۾هيچ هو. پاڻ سڳورنﷺ کان اسرار مخفي نه هئا ۽ پاڻ سڳوراﷺ ڄاڻي ويا هئا ته مومن جي روح جي رفتار ڪهڙي پاسي آهي ۽ ڪافر جي روح جي رفتار ڪيڏانهن آهي. ٻنهين جهانن ۾ روح کان وڌيڪ لڪل ڪابه شيءِ نه آهي. جن ماڻهن قرآن ۽ حديث جو علم حاصل ڪيو آهي انهن پنهنجي ٻنهين اکين کي ڪوليو آهي. انهن کي سڀ معلومات حاصل ٿي ويئي پر روح جي حقيقت انهن جي لاءِ به واضح نه ٿي. ڇاڪاڻ ته اُن جي باري ۾ قرآن پاڪ فقط ايتري قدر ذڪر فرمايو ته اهو خدائي امر مان آهي پر حضورﷺ جن ان روح کي ڏسي ورتو ۽ پاڻ سڳورنﷺ جي نظر کان ڪا شيءِ لڪل نه رهي. جڏهن حضورﷺ کي اسرارن جو به مشاهدو آهي تڏهن قيامت ۾ پاڻ سڳوراﷺ گواهه بنيا ۽ پاڻ سڳورنﷺ جو مشاهدو ئي اختلافن جي دردِ سر کي رفع ڪندو. حضورﷺ جن کي محبوبيت جو درجو هن لاءِ آهي ته الله تعاليٰ عادل آهي ۽ جنهن شاهد ۾ عدالت هوندي آهي، اهو عادل جو محبوب هوندو آهي ته پاڻ سڳوراﷺ عادل گواهه هجڻ جي اعتبار سان دوست يعني الله تعاليٰ جي قوت باصره آهن. جيئن عادل گواهه عالم جو محبوب هوندو آهي انهيءَ ڪري قلب الله جو منظور نظر ۽ محبوب آهي ۽ اهو به عادل گواهه آهي. الله تعاليٰ کي حضورﷺ سان محبت آهي اها ئي محبت ايجاد عالم جو سبب بني آهي. جيئن ته ايجادِ عالم حضورﷺ سان محبت جي ڪري فرمائي ويئي، انهيءَ ڪري شبِ معراج ۾ حضورﷺ جن کي هي فرمايو ويو ته لَوْلَاكَ لَمَا خَلَقْتُ الْاَفْلَاكَ "جيڪڏهن توهان نه هجو ها ته آئون آسمانن کي نه پيدا ڪريان ها." حاڪم جو حُڪم سيني انسانن تي حاڪم آهي پر حاڪم جو ڪو حڪم شاهد جي تابع هوندو آهي. حضورﷺ عالم بشريت جي اعتبار سان قضا جا محڪوم هئا پر چشمِ بصيرت جي ڪري شاهد ۽ گواهه بنيا ته پاڻ سڳورنﷺ کي ان لحاظ سان الله تعاليٰ پنهنجي اختيار سان پنهنجي فيصلي جو حڪم بنايو آهي.

بزرگ اڳ ۾ فرمايو هو ته عارف مخلوق جي امن جو سبب هوندو آهي، هاڻي ان مناسبت سان فرمائي ٿو ته عارفن الله تعاليٰ کان گهڻيون درخواستون ڪيون آهن جن مان ڪِن جو ذڪر ڪري ٿو. اسان جي دل اسان کي پلائي جا اشارا ڪري ٿي پر اسين انهن کي نٿا سمجهون يعني ڪنهن وقت انهن تي عمل نٿا ڪريون. خدا اسان کي هر وقت

ڏسي ٿو، اسين اُن کي نٿا ڏسي سگھون. ڇاڪاڻ ته سبب يعني عالمِ اسباب جي مشغوليت اسان جي لاءِ پردو بنجي ويئي آهي. مشاهدي جا به مرتبا هوندا آهن. عارف مشاهدي جي باوجود اجان به اعليٰ مرتبي جي لاءِ دعا گھرندو آهي. تون انعام ۾ اپار آهين ۽ تنهنجو هي لطف به هڪ درجي جو مشاهدو آهي جيڪو مون کي حاصل آهي پر تنهنجي عطا جو ڪمال هي آهي ته مون کي وڏيڪ مرتبو عطا ڪر. تو جڏهن دنيا ۾ ڪرم فرمايو ته آخرت ۾ به ڪرم فرماءِ. ڇاڪاڻ ته وصال ڪانپوءِ فراق وڏي مصيبت آهي. جن کي ديدار حاصل ٿي چڪو آهي انهن کي هاڻي ديدار کان محروم نه ڪر پر انهن جي سبزه ديد ۾ اجا اضافو فرماءِ. مون توڪان ڪنهن وقت به استغناء ۽ بي نيازي ڪونه ڪئي آهي، تون به مون کان استغناء نه ڪر. جنهن کي ديدار جو قُرب حاصل ٿي چڪو آهي اُن کي هاڻي محروم نه ڪر. تو کان سواءِ هر شيءِ لغو ۽ فاني آهي. جيئن ته آئون خود باطل آهيان انهيءَ ڪري اهي باطل شيون مون کي سٺيون نظر اچن ٿيون ۽ پاڻ ڏانهن ڇڪين ٿيون. هن جهان جي هر شيءَ پنهنجي هم جنس جي لاءِ باعث ڪشش آهي. معدو مانيءَ کي ۽ جگر جي گرمي پاڻيءَ کي ڇِڪي ٿي. معشوق نهي سنبري نڪرندا آهن تان ته انهن کي ڪو ڏسي. دماغ خوشبوءِ جي تلاش ڪندو آهي. اک ۽ رنگ روپ ۾ مناسبت آهي، نڪ ۽ دماغ ۽ خوشبو ۾ مناسبت آهي. انهن باطلن ۾ جيڪا اسان جي لاءِ ڪشش آهي تون پنهنجي مهرباني جي ڪشش جي ذريعي انهن ڪششن کان اسان کي بچاءِ. انهن سڀني ڪششن تي تون غالب آهين. جيڪڏهن اسان درماندن کي تون ڇڪي وٺين ته اهو تنهنجي ڪشش جي لاءِ شايان شان ٿيندو. اُن شاه شناس چور بادشاهه ڏانهن ايئن مُنهن ڪيو جيئن اُجايل ڪڪر ڏانهن منهن ڪندو آهي جيئن ته اُن جي شاهه سان وابستگي هئي انهيءَ ڪري هُن همت کان ڪم ورتو. اُن شاهه شناس عرض ڪيو ته اسين ايئن مقيد ٿي ويا آهيون جيئن روح جسم ۾ قيد آهي. قيامت ۾ الله تعاليٰ روح جي لاءِ باعث رحمت بنبو جهڙي طرح دنيا ۾ سج روح جي انشراح ۽ راحت جو سبب آهي. هاڻي وقت اچي ويو آهي ته توهان پنهنجي ڏاڙهيءَ جي خاصيت ڏيکاري اسان کي قيد مان ڇوٽڪارو ڏياريو. ٻين ساٿين جا هُنر ته اسان جي قيد جو سبب بنجي ويا جيئن ابولهب جي زال جي باري ۾ آهي ته فِيْ جِيْدِهَا حَبْلٌ مِّنْ مَّسَدٍ ۝ (اللهب:5) ”اُن جي ڪنڌ ۾ مُڃ جي رسي آهي“ چورن جون جيڪي خصوصيتون هيون اهي سڀ تباهي ۽ قيد جو سبب بنيون، فقط اُن چور جي خصوصيت ڪم آئي جيڪو رات جي ڏٺل کي ڏينهن ۾ سُڃاڻي وٺندو هو. اها اک ڪم جي آهي جنهن بادشاهه کي سُڃاتو هو. بدلي جي ڏينهن بادشاهه کي اُن کي سزا ڏيندي شرم ايندو. جنهن ڪُتي بادشاهه کي سُڃاڻي ورتو اهو ڪتو به ان جي قابل آهي ته اُن کي اصحاب ڪهف جو ڪُتو چيو وڃي. جيڪو چور ڪُتي جي آواز کي ٻُڌي ڪري سمجهي وٺندو هو اُن جي خاصيت به سُٺي هئي، ڇاڪاڻ ته اُن سان ڪيس شينهن يعني بادشاهه سان آگاهي ٿي. هاڻي بزرگ روميؒ هڪ مستقل مضمون بيان فرمائي ٿو ته ڪتو جيڪو شب بيداري ڪري ٿو اهو خبردار ياڳين کان واقف هوندو آهي ۽ اها ڪُتي ۾ هڪ خوبي آهي. ان مان هي نتيجو نڪتو ته ڪتي جهڙي بدنام جانور کان به بلڪل نفرت ڪرڻ مناسب نه آهي، اُن جي لِڪل سٺين وصفن تي نظر رکڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو هڪڙو دفع بدنام ٿي ويو آهي ته ڪنهن کي خالي اُن جو نالو ٻُڌڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي خامڪار بنائڻ مناسب نه آهي، ٿي سگهي ٿو ته اُن ۾ ڪا خوبي به لِڪل هجي، خالي ظاهر تي حڪم نه لڳائڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته ڪڏهن خالص سون کي به ڪارو ڪيو ويندو آهي تان ته ڪو اُن کي نه ڦُري.اهو ڪارو سون زبان حال سان چوندو آهي ته هر شخص منهنجي راز کي نٿو سمجهي سگهي، تون مون وٽ اچي ڏس تڏهن راز سمجهندين.

### پاتار ۾ پيهي موتي آڻيندڙ ساموندي ٻڳي ۽ جوهريءَ جو قصو

هن قصي ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ساموندي موتيءَ کي دريائي ٻڳو نه سُڃاڻي سگهيو ڇاڪاڻ ته اُن جي نظر ظاهر تي وئي پر واپاري اُن جي باطن کان واقف هو ان ڪري اهو اُن کي ڪٽي ويو.

گاوِ آبي گوهر از بحر آورد
بنهد اندر مرج و گردش مي چرد

ترجمو: "دريائي ڍڳو سمنڊ مان موتي آڻي، چراگاهہ ۾ رکي ٿو ۽ اُن جي آس پاس چري ٿو."

دريائي ڍڳو موتيءَ جي روشنيءَ ۾ سنبل ۽ سوسن چري ٿو. اِن دريائي ڍڳي جو ڇيڻو عنبر آهي، ڇاڪاڻ تہ اُن جي غذا نرگس ۽ نيلوفر آهي (ڪي چون ٿا تہ عنبر مڇيءَ جو فضلو آهي ۽ ڪي ماڻهو ان کي سمنڊ جي چشمي جي پيداوار سمجهن ٿا ۽ ڪي ماڻهو درياءَ جي گاهہ کي عنبر سڏين ٿا) بزرگ روميؒ فرمائي ٿو تہ جهڙيءَ ريت دريائي ڍڳو خوشبودار شيون کائي ٿو تہ اُن جو نتيجو خوشبودار آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪو ذڪر الله جي نور جي روحاني غذا حاصل ڪندو تہ اُن جي زبان مان حلال سحر يعني موثر ڪلام ظاهر ٿيندو. جيڪو شخص وحي الاهي مان خوراڪ حاصل ڪندو تہ اُن جو گهر يعني مُنهن ماڪيءَ سان پريل هوندو.

اهو جوهري واپاري ان موتيءَ کي ڪچري ۾ لِڪائي وڻ تي چڙهي ويو ۽ ڍڳو سخت سڱن سان اُن کي ڳولي ٿو. ويهہ چڪر چراگاهہ کي ڏئي ٿو تان تہ اُن مخالف کي سڱن سان سولو ڪري. جڏهن ڍڳو نااميد ٿئي ٿو تہ پوءِ واپس ان جاءِ تي اچي ٿو جتي موتي رکيل هو ۽ در شهوار تي گپ ڏسي ٿو. اهو شيطان وانگر مِٽي کان پڇي وڃي ٿو جهڙي طرح شيطان حضرت آدم عليه السلام جي فقط ظاهر کي ڏٺو ۽ پڳو، اهڙي طرح اهو دريائي ڍڳو اُن ڇيڻي جي مٽين مٽيءَ کي ڏسي پڇي ٿو. شيطان حضرت آدم عليه السلام جي باطنِ اوصافن کان انڌو هو. جيئن هن ڍڳي نہ سمجهيو تہ ان مِٽيءَ اندر موتي آهي. عوام جي روح کي تڪويني اعتبار سان قرآني حڪم تہ "هبِطُ لهو" پستيءَ ۾ وجهي ڇڏيو. پوءِ گناهن جي ارتڪاب انهن کي اڃا وڌيڪ بدتر ڪري ڇڏيو. نفساني خواهشون انسان کي نماز يعني قرب الاهي کان محروم ڪن ٿيون. عالمِ بالا کان روح جو جسم ۾ اچڻ ائين آهي جيئن عدني موتيءَ جو مٽيءَ ۾ لِڪي وڃڻ. جڏهن روح جسم ۾ اچي ويو تہ هاڻي اُن کي جوهري ئي سڃاڻي سگهي ٿو. عام انسان دنيادار نٿو سڃاڻي سگهي. جنهن مٽيءَ ۾ ڇيڻو هوندو آهي اهو موتي واري پي مٽيءَ کي سُڃاڻي وٺندو آهي. مشهور چوڻي آهي تہ "ولي را ولي مي شناسد" جنهن جسم تي الله جي نور جي چنڊڪار نہ آهي اهو اولياءَ جي جسم جي صحبت کي برداشت نٿو ڪري، انهن کان نفرت ڪري ٿو. اسان کي ڪوئي جي ڳالهہ وسري نہ آهي، اُن جو آواز اسان جي ڪن ۾ اچي رهيو آهي. ڪوئي ڏيڏر کي سڏڻ جي لاءِ ڏوري ڇڪي، جيڪا ڏيڏر جي پير ۾ ٻڌل هئي.

**ڪوئي ۽ ڏيڏر جي دوستيءَ واري قصي ڏانهن واپسي**

آن سرشته عشق رشته مي کشد
بر اميدِ وصلِ چغزِ بارشد

ترجمو: "اهو محبت ۾ نمتار هدايت يافتہ ڏيڏر جي وصل جي اميد ۾ رسيءَ کي ڇِڪي ٿو."

محبت ۾ چور ڪوئو ان تي غرور ۽ ناز ڪري رهيو هو تہ ڏوريءَ جو سرو سندس هٿ ۾ آهي. ديدار جي مطالعي ۾ منهنجي دل ۽ جان تار وانگر ٿي ويا هئا، هاڻي هڪ ذريعو هٿ آيو آهي. هاڻي ان ڏوريءَ جي انجام جو ذڪر ڪري ٿو. فرمائي ٿو تہ فراق جو ڪانگ آيو ۽ ڪوئي کي ان جاءِ تان کڻي ويو. جڏهن ڪانگ ڪوئي کي کڻي اُڏاڻو تہ ڏيڏر کي بہ پاڻيءَ جي گهرائي مان ڇِڪي آيو. ماڻهو ان قصي کي ڏسي رهيا هئا ۽ چئي رهيا هئا تہ ڪانگ پاڻيءَ جي ڏيڏر کي ڪهڙي طرح شڪار ڪيو. ڪانگ پاڻيءَ ۾ ڪيئن گهڙيو؟ پاڻيءَ جو ڏيڏر تہ ڪانگ جو شڪار نٿو ٿي سگهي. ڏيڏر چيو تہ جيڪو بي آبروئن بي عزتن جو ساٿي بڻجي اُن جي اها ئي سزا آهي. هاڻي بزرگ فرمائي ٿو تہ ناجنس جي صحبت کان بچو ۽ هم جنس يعني نيڪ جي صحبت تلاش ڪريو. هم جنس مان مراد

هيآهي تہ وصفن جي پاڻ ۾ شرڪت هجي. عقل ۽ نفس تقريباً هم جنس آهن پر وصفون ۾نهين جون جدا آهن، انهيءَ ڪري عقل بُري نفس سان فرياد ڪري ٿو. جهڙي طرح حسين چهرو خراب نڪ سان فرياد ڪندو آهي. عقل نفس کي چوندو آهي تہ هم جنس هجڻ باطني وصفن جي يڪسانيت سان هوندو آهي نہ ڪي جسماني مُشابهت سان. صورت جي مشابهت سان هم جنس هجڻ جو قائل نہ ٿيءُ. صورت هڪ بي جان شيءِ آهي، اُن ۾ جنسيت جو احساس نہ آهي. جسم ۾ احساس ۽ حرڪت جان جي ڪري آهي جيئن ڪٽڪ جي داڻي ۾ حرڪت ماڪوڙيءَ جي ڪري آهي جيڪا اُن کي کڻي وڃي رهي آهي. ماڪوڙيءَ جي داڻي ڏانهن ڪشش بہ جنسيت جي ڪري آهي ڇاڪاڻ تہ اهو هضم ٿي ان جو هم جنس بنجي وڃي ٿو. هڪ ماڪوڙيءَ رستي ۾ جوَن جو داڻو کنيو، ٻيءَ ڪٽڪ جو داڻو کنيو هاڻي اُهي هڪ ٻئي ڏانهن هلڻ لڳيون تہ ڪٽڪ جو داڻو جوَن جي داڻي ڏانهن ڪونہ پيو وڃي پر ماڪوڙي ماڪوڙيءَ ڏانهن ڊوڙي رهي آهي. جوَن جي داڻي جو ڪٽڪ جي داڻي ڏانهن هلڻ تبعاً آهي. ماڪوڙيءَ کي ڏس تہ سمجهي ويندين. جوَن ۽ ڪٽڪ جي داڻي جي حرڪت جي ڪري هيءُ نہ سمجهہ تہ اهي هلي رهيا آهن، انهن جي اڳيان جيڪا شيءُ آهي يعني ماڪوڙي اُن کي ڏس، اهي داڻا تہ اُن جي قبضي ۾ آهن. ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو آهي جو ماڪوڙي نظر ڪونہ ايندي آهي ڇو تہ اُن وقت اها ڪاري پٿر تي هلي رهي هوندي آهي. اُن مهل داڻو هلندو نظر ايندو آهي. تون عقل سان سمجهہ تہ داڻي کي کڻي وڃڻ واري ماڪوڙي آهي جيڪا هلي رهي آهي. جيئن تہ هم جنسيت وصفن جي ڪري آهي نہ ڪي صورت جي ڪري، انهيءَ ڪري اصحابِ ڪهف جي ڪُتي جي ڪشش اصحاب ڪهف ڏانهن هئي. صورتن کي داڻو سمجهہ، دل ۽ باطني اوصافِ کي ماڪوڙي سمجهہ. حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ ملائڪن ۾ وصفن جي اعتبار سان هم جنسيت هئي. جسم ظاهر آهي روح مخفي آهي پر سمجهہ تہ جسم روح جي ڪري حرڪت ۾ آهي. آرام سان اهي آهن جيڪي عقل کان ڪم وٺن ٿا. بُري ۽ ڀلي ۾ عقل ئي تميز ڪري سگهي ٿو. اڪ تہ فقط هڪ روپ کي ڏسي ٿي. اک ساوڪ ڏانهن مائل ٿي ويندي آهي پر عقل سمجهندو آهي تہ ان جي تہ ۾ ڄا آهي. جيڪو پڪي عقل کان ڪم نہ وٺي فقط اک سان ڏسي اهو ڄار ۾ ڦاسي ويندو آهي. ڪجهہ ڳالهيون اهڙيون آهن جو اُتي اهو عقل جزوي ڪم نٿو ڏي، فقط وحي الاهي رهبري ڪري ٿو. جنسيت جو مدار جيئن تہ باطني وصفن تي آهي تہ اُن کي عقل سڃاڻي سگهي ٿو نہ ڪي اک، خالي صورت جي اعتبار سان جنسيت نہ آهي ورنہ حضرت عيسيٰؑ رڳو جنسِ بشر هجي ها ملائڪن جي جنس نہ هجي ها. ان جنسي اوصاف جي ڪري الله تعاليٰ اُن کي ملائڪن سان ملايو.

**عبدالغوث جو قصو**

عبدالغوث هڪ اهڙو شخص آهي جيڪو وصفن جي اعتبار سان جن ۽ صورت جي اعتبار سان انسان هو. هو انسانن کان مانوس ڪونہ هو، جنن ۾ رهڻ پسند ڪندو هو. اُن جا ٻار ٻچا بہ هئا پوءِ بہ سندس دل پرين ۾ لڳندي هئي.

بود عبدالغوث ہم جنس پَری

چوں پری نُہ سال در پنہان پَری

ترجمو: ”عبدالغوث پريءَ جو هم جنس هو، پريءَ وانگر نون سالن تائين مخفي پرواز ۾ هو.“

جنن وانگر لِڪل پرواز ۾ نون سالن تائين رهيو. سندس ٻار ٻچا هُن جي مري وڃڻ جا قصا بيان ڪندا هئا. ٻار چوندا هئا تہ بگهڙ ڪائي ويس يا ڌاڙيلن ماري ڇڏيس، يا ڪنهن کوهہ ۾ ڪري پيو يا ڪنهن لِڪل جاءِ ۾ آهي. سندس ٻارن کان وسري ويو هو تہ ڪو اُنهن جو پيءُ آهي. عبدالغوث نون سالن ڪانپوءِ عارضي طور تي ظاهر ٿيو، وري لِڪي ويو. اوچتو ٻارن کي ڏسڻ ۾ آيو ۽ وري اهڙو غائب ٿيو جو اُن جو راز ڪنهن جي اڳيان نہ کُليو. هڪ مهيني تائين پنهنجي اولاد جو مهمان رهيو، ان ڪانپوءِ ڪيس ڪنهن نہ ڏٺو. جيئن جنتي جنت جو هم جنس هوندو آهي انهي ڪري

اهو خدا جي عبادت ڪري جنت ۾ ويندو آهي. حضورﷺ فرمايو آهي ته سخاوت جنت جو وڻ آهي اُن جي هڪ شاخ دنيا ۾ آهي جيڪو اُن کي پڪڙي وٺي ٿو اهو جنت ۾ هليو وڃي ٿو. محبتون محبتن جون هم جنس ۽ ظالم، ظالم جو هم جنس آهي. لاپرواهه لاپرواهه جو هم جنس آهي. حضرت ادريسؑ کي ستارن سان هم جنسيت هئي انهيءَ ڪري اهو ستين آسمان تي زحل ستاري سان گڏ اٺ سال رهيو (اهو سڄو قصو خالي شهرت تي مبني آهي قرآن ۽ حديث ۾ ان جو ذڪر نه آهي) زحل ستارو مشرق ۽ مغرب ۾ ويندو هو ته هُو به ان سان گڏ هوندو هو ۽ ساڻس ڳالهيون ڪندو هو ۽ هم راز ٿيندو هو. نون سالن ڪانپوءِ جڏهن هو زمين تي آيو تڏهن ستارن جي احوال جو درس ڏيندو هو، ستارا به ان جي درس ۾ موجود رهندا هئا. درس ۾ شريڪ سڀئي ماڻهو انهن ستارن جو آواز ٻڌندا هئا. ستارن کي زمين تي حضرت ادريس جي جنسيت ڇڪي، آئي هئي. هر ستارو پنهنجو نالو ۽ حال ٻڌائيندو ۽ اهڙي تشريح ڪندو هو جهڙي طرح رصدگاهه ۾ انهن جا حالات معلوم ڪيا وڃن ٿا. جنسيت نظر ۽ فڪر جي هيڪڙائي ۽ اتحاد جو نالو آهي. جڏهن الله تعالىٰ ٻن روحن ۾ هڪ جهڙا خيال پيدا ڪندو آهي تڏهن اِهي هڪ ٻئي جا هم جنس ٿي ويندا آهن. جسم جي ڪشش نظر ۽ فڪر جي ڪري آهي. جسم جيڪو بي خبر آهي ان کي باخبر روح ڇڪيندو آهي. جڏهن مرد ۾ عورت جون وصفون پيدا ٿي ويندیون آهن ته اهو ڪَڏو ٻڌجي ويندو آهي ۽ عورتن وانگر جماع ڪرائيندو آهي. جڏهن ڪنهن عورت ۾ مردن واريون صفتون پيدا ٿي ويندیون آهن ته اها عورتن سان جماع ڪندي آهي. جڏهن ڪنهن انسان ۾ ملڪوتيت جو غلبو ٿيندو آهي ته هو پکيءَ جي ٻچي وانگر ملاءِ اعلىٰ ڏانهن پرواز جي لاءِ رستو ڳوليندو آهي، ان جو ڌيان ملاءِ اعلىٰ ڏانهن رهندو آهي ۽ زمين کان بيزار رهندو آهي. جيڪڏهن انسان تي بهيميت جو غلبو هوندو ته ان کي هر وقت کاڌي جو فڪر رهندو آهي. ڪوئو صورت جي ڪري ذليل نه آهي پر باطني خباثت جي ڪري ذليل آهي. گرهه جي ڳولا ڪرڻ، خيانت ڪرڻ ۽ اونداهه ۾ نقصان ڪرڻ، پنير ۽ پستي ۽ انگور خراب ڪرڻ اها انجي باطني خباثت آهي. اشعب باز جيڪو نهايت قيمتي آهي، جيڪڏهن ان ۾ خباثت پيدا ٿي وڃي ته اهو ڪوئن ۽ ٻين وحشي جانورن کان بدتر آهي. هاروت ۽ ماروت ملائڪ هئا پر انهن ۾ بشري اوصاف هئا انهي ڪري ملائڪن جي صف مان خارج ٿي ويا. ملائڪن جي صفن مان نڪري ڪري بابل جي کوهه ۾ سزا ۾ اونڌا ڪيا ويا. قرآن پاڪ ۾ آهي: اِنَّا لَنَحۡنُ الصَّآفُّوۡنَ ۚ﴿۱۶۵﴾ (الصافات:165) ”بيشڪ، اسين صفون ٻڌڻ وارا آهيون“ اها ملائڪن جي خصوصيت آهي. اڳ ۾ انهن جي نظر لوح محفوظ تي رهندي هئي پوءِ جادو جي پٽين تي رهڻ لڳي. حضرت موسىٰؑ فرعون ۾ جسماني جنسيت هئي پر اوصاف جدا جدا هئا. جڏهن اهو ثابت ٿي ويو ته جنسيت وصفن جي اعتبار سان آهي ته پوءِ توکي نيڪن جي صحبت حاصل ڪرڻ گهرجي. صحبت جو تاثير ڏسڻو هجي ته تيل کي ڏس، ته ان ۾ گلن جي صحبت سان ڪهڙي خوشبوءِ پيدا ٿي آهي. انسان ته درڪنار پر مِٽي به جيڪڏهن بزرگن جي هم صحبت ٿي وڃي ٿي ته ان ۾ بزرگي اچي ويندي آهي. مشهور چوڻي آهي ته گهر وٺڻ کان پهريان پاڙيسريءَ جو انتخاب ڪر. جيڪڏهن تون دل رکين ٿو ته ڪنهن دلدار جي ڳولا ڪر، صاحبِ نسبت جي نسبت عارف بالله جي فيض سان وڌي ويندي آهي.

**قرضدار ۽ سخي محتسب جو قصو**

هن قصي مان هيءُ ٻڌائڻ مقصد آهي ته جيڪو شخص قبر مان به ٻين کي فيض پهچائي رهيو آهي اهو مئل نه آهي. مئل ته اهو زنده آهي جيڪو بلڪل بي فيض آهي.

آں يکے درویش ز اطرافِ دیار

جانبِ تبریز آمد وَام دار

ترجمو: ”مُلڪ جي ڪنهن ڪُنڊ مان تبريز ڏانهن هڪ فقير قرضدار ٿي آيو.“

شايد نَوَ هزار اشرفيون مٿس قرض هو. تبريز ۾ بدرالدين عمر محتسب هو. محتسب ته هو پر دل جو درياء هو. سندس هر وار حاتم خانو هو. جيڪڏهن ان زماني ۾ حاتم طائي زنده هجي ها ته ان جو غلام ٿئي ها. جيڪڏهن اهو اُڃايل کي مِٺي پاڻي جو سمنڊ به ڏئي ها ته پنهنجي سخاوت جي ڪري شرمنده ٿئي ها ۽ پنهنجي عطا کي حقير سمجهي ها. جيڪڏهن هو ذري کي مشرق بنائي ها جتان سج اُڀري ٿو ته به پنهنجي همت جي اعتبار سان ان کي حقير ٿي سمجهي ها. بدرالدين عمر جي عطا جي اميد تي اهو پرديسي تبريز ۾ آيو، جيئن ته اهو پرديسي ان در تان پهريان به عطا حاصل ڪري چڪو هو ۽ ان کان گهڻو قرض ادا ڪري چڪو هو. ان کي يقين هو ته جڏهن وڃي گهرندس ته اهو ڏيندو. جيئن ته ان کي بدرالدين جي عطا تي اعتماد هو انهي ڪري قرض وٺڻ ۾ به بهادر ٿي ويو هو. ٻين قرضين جو محتسب سان تعلق نه هو، اِهي فڪر ۾ رهندا هئا پر هي شخص ان سخي جي ڪري قرض کان بي فڪر رهندو هو ۽ کِلندو رهندو هو. جنهن شخص کي حضور صلى الله عليه وسلم جي مدد حاصل هجي اهو ابولهب کان ڇا ڊڄندو؟ جيڪڏهن ڪنهن شخص جو ڪڪر سان جوڙ ٿي وڃي ته اهو پاڻي پيارڻ وارن کي پاڻي ڏيڻ ۾ بُخل ڪيئن ڪري سگهي ٿو؟ فرعون جي دربار جي جادوگرن کي جڏهن خدائي هٿ سان واقفيت ٿي ويئي ته پوءِ اهي پنهنجن هٿن پيرن کان بي نياز ٿي ويا. جيڪڏهن لومڙي کي شينهن جي پشت پناهي حاصل ٿي وڃي ته پوءِ اها چيتن سان به وڙهي سگهي ٿي.

## حضرت جعفر طيار رضي الله عنه جو اڪيلي سر قلعي تي حملو ۽ وزير جو مشورو

چونکه جعفرؓ رفت سوئے قلعۂ
قلعه پيش کام خشک جرعۂ

ترجمو: ”جڏهن حضرت جعفر رضي الله عنه قلعي ڏانهن ويو، قلعو هُن جي خشڪ ۽ سُڪل ڳلي جي لاءِ هڪ ڍُڪ هو.“

جڏهن حضرت جعفر رضي الله عنه قلعي تي حملہ آور ٿيو ته قلعو اُن جي همت جي اڳيان حقير هو. هو اڪيلو ئي قلعي تي حملہ آور ٿيو ۽ دشمن ڊپ کان قلعي جو دروازو بند ڪري ڇڏيو. ڪنهن ۾ اها همت ڪونه هئي جو سندس مقابلي لاءِ اچي. جيڪو ترڻ به نه ڄاڻندو هجي ۽ ٻيڙيءَ ۾ درياءَ جو سفر ڪري، اهو ناڪئي جي مقابلي ۾ ڪيئن اچي سگهي ٿو؟ بادشاهہ ان معاملي ۾ وزير سان مشورو ڪيو. وزير چيو ته اُن جي مقابلي ۾ تڪبر ۽ جنگ نه ڪريو پر عاجزانہ تلوار ۽ ڪفن کڻي ڪري سامهون هليا وڃو جنهن جو مطلب هيءُ هو ته اسين پنهنجي تلوار کڻي آيا آهيون ته هن سان اسان کي قتل ڪر ۽ ڪفن به گڏ آندو اٿئون ته مارڻ کانپوءِ دفن ڪري ڇڏ. بادشاهہ چيو ته اهو نيٺ اڪيلو ئي آهي ايتري قدر خوف زده ڇو ٿيون. وزير چيو ته اُن جي اڪيلي هجڻ کي حقارت سان نه ڏس، اکيون کولي ڏس ته قلعي وارا ۽ قلعو پاري وانگر ڏڪي رهيو آهي، گويا مشرق ۽ مغرب جا ماڻهو اُن سان گڏ آهن. ابتدا ۾ چند ماڻهو ڏانهس ڊوڙيا پر هُن هر هڪ کي گرز هڻي گهوڙي جي قدمن ۾ ڪيرائي ڇڏيو. وزير چيو ته جڏهن منهنجي نظر اُن وڏي بادشاهہ تي پئي ته مون کي يقين ٿي ويو ته اهڙي بهادر جي اڳيان دشمنن جي تعداد جي ڪثرت ڪا شيءِ نه آهي.

هاڻي بزرگ رومي رحمة الله عليه اهڙا مثال ذڪر ڪري ٿو جن مان هڪ جي مقابلي ۾ ڪثرت ڪا شيءِ نه آهي. سج جي مقابلي ۾ ستارن جي ڪثرت بي معنيٰ آهي. هڪڙي ہليءَ جي مقابلي ۾ سوين ڪوئا بي وقعت آهن. ڪوئن جي جمعيت قلبي نه آهي. جسمن ۽ صورتن جي ڪثرت ۽ جمعيت بيڪار آهي. جسم ۽ نالي جي حقيقت واقعيہ نه آهي. پنهنجائي جي ڪري چند ڪوئا گڏ ٿي ويندا آهن، فدائين وانگر ہلي تي حملہ آور ٿيندا آهن. ڪو اُن کي اک ۾ چنبو هڻي ٿو، ڪو ڪن ۾ چڪ وجهي ٿو، ڪو اُن جي پاسي ۾ سوراخ ڪري ٿو. مجمع جي ڪري انهن جو بچڻ ممڪن نہ ٿو ٿئي، ڪوئن ۾ قلبي جمعيت نه آهي، ہلي جي آواز سان انهن جا هوش اڏامي وڃن ٿا. اهڙي طرح هڪ ڪاسائي جي مقابلي ۾ ٻڪرين جو ڌڻ بي معنيٰ آهي. هوش جي ڪثرت ننڊ کي ڪيئن روڪيندي؟ جڏهن خدا قلبي جمعيت عطا

ڪندو آهي ته شينهن جهنگلي ڳڏهن جي ڌڻ تي حملو ڪندو آهي، ٿوري دير ۾ انهن کي منتشر ڪري ڇڏيندو آهي الله جي عطا فقط جمعيت قلبي نه آهي پر ان جون ٻيون به عطائون آهن. ڪو يوسف عليه السلام وانگر حسين آهي. ڪڪر جو پاڻي صاف ۽ شفاف آهي، ڪنهن حسين جي مُنهن ۾ ستاري جي چمڪ پيدا فرمائيندو آهي، جنهن جي ڪري بادشاهه ٻانهي جو غلام بنجي ويندو آهي. ظاهري حسن ڪان سواءِ باطني حسن به عنايت ڪندو آهي ته اهو بزرگ اڌ رات ۾ به نيڪ ۽ بد کي سُڃاڻي ويندو آهي. حضرت يوسف عليه السلام جي چهري جو نور مشهور آهي. طور جبل جي تجلي ڪانپوءِ حضرت موسيٰ عليه السلام جي چهري ۾ به اهڙو نور پيدا ٿي ويو هو جنهن کي ڏسڻ جو هر شخص تاب نه سهي سگهندو هو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي مُنهن تي اهڙي چمڪ هئي جو ڪو ان کي ڏسي نه سگهندو هو انهي ڪري هُن منهن تي نقاب وجهڻ شروع ڪيو هو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي چهري جو نور ڏسڻ سان اکيون انڌيون ٿي ونديون هيون. زمرد پٿر تي جيڪڏهن نانگ جي نظر پئجي وڃي ته اهو انڌو ٿي ويندو آهي. اها هڪ مشهور ڳالهه آهي. نانگ جو هڪڙو قسم ٻوڙو آهي جنهن جو زهر قاتل آهي.

حضرت موسيٰ عليه السلام الله تعاليٰ کي درخواست ڪئي ته منجهس نور لِڪائڻ جي سگهه پيدا ڪر الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام جي جواب ۾ فرمايو ته پنهنجي ڪمبل کي نقاب ڪندو ڪر، اُن ۾ اها طاقت آهي جو اهو اُن نور کي ڍڪيندو، ٻيو ڪو ڪپڙو ان نور کي روڪي نه سگهندو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي چادر اُن جي نور کي برداشت ڪندي هئي ۽ اُن جو تاڃي پيٽو نور سان روشن هو. ان ڪمبل ڪان سواءِ ڪو محافظ نٿو ٿي سگهي، اُن ڪان سواءِ ٻي شيءِ اسان جي نور کي برداشت نٿي ڪري سگهي. ڪوهه قاف جيڪو طور جبل ڪان به وڏو مڃيو وڃي ٿو اهو رڪاوٽ بنبو ته طور جبل وانگر ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو. الله تعاليٰ جي قدرت جو ڪمال آهي جو هُن مومن جي دل ۾ اُن نور جي تحمل جي طاقت پيدا ڪئي آهي.

قرآن پاڪ ۾ آهي ته مَثَلُ نُوۡرِهٖ كَمِشۡكٰوةٍ فِيۡهَا مِصۡبَاحٌ ؕ اَلۡمِصۡبَاحُ فِىۡ زُجَاجَةٍ ؕ (النور:35) "الله تعاليٰ جي نور جو مثال (هيئن آهي) هڪ جارو آهي جنهن ۾ ڏيئو هجي ۽ اهو ڏيئو شيشي ۾ آهي." بزرگ روميؒ جاري مان مومن جو جسم، مصباح مان نورِ حق ۽ زجاجه مان مومن جو قلب مراد ورتو آهي. مردِ ڪامل جڏهن تخليق عالم جو سبب آهي، ته ڇڻ اهو عرش ۽ افلاڪ جي نور جو واسطو آهي. زمين ۽ آسمان جو نور قلبِ مومن جي نور ڪان حيران آهي ۽ اُن جي مقابلي ۾ مضمحل آهي. عرش ۽ افلاڪ تي نور قلب مومن جي واسطي سان آهي. ان ڪري حديث قدسي ۾ مضمون آيو آهي ته آئون آسمانن ۽ فضا ۾ نٿو سمائيجان پر مومن جي دل ۾ مهمان وانگر سِمايل آهيان. مهمان عزت وارو هوندو آهي. ان نورِ حق جو قلبِ سان تعلق بي ڪيف آهي. ائين نه آهي جيئن مظروف جو ظرف سان هوندو آهي. ان قلب جي واسطي سان علوي ۽ سفلي فيض حاصل ڪن ٿا. مومن جي قلب جي واسطي ڪانسواءِ علوي ۽ سفلي پنهنجي تجلي کي برداشت نه ڪري سگهيا ٿي، قلب مومن کي آئينه تجليات بنائي ڇڏيائين. ان ۾ الله جو وڏو ڪرم آهي. اهو مومن جي قلب جي وسعت ڏانهن اشارو آهي. ان آئيني جي احوال جو اجمالي ذڪر هتي. تشريح ۾ نه وڃ، ڳالهه جو خلاصو هي آهي ته الله تعاليٰ جي فرمائڻ ڪانپوءِ جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام پنهنجي چادر کي نقاب بنايو. جيئن ته اُن کي معلوم هو ته ٻي ڪا شيءِ اُن نور کي روڪي نه سگهندي. جبل جي ٿوله هيٺي به ٿي وڃي ته ان نور جي تجلي سان اهو جبل ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو. اهو حق جو نور لوهه جي ديوارن کي به پار ڪري ويندو آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام جي چادر عشق جي حرارت، گرمي ۽ شورش کي برداشت ڪيو هو. اهو نقاب (يا پردو) نور کي ڍڪي رهيو هو. حضرت موسيٰ عليه السلام سان گڏ بيبي صفورا هئي. حضرت صفورا پهريان هڪ اک بند ڪري ٻي اک سان اُن نور کي ڏٺو ته اها اک هلي وئي. پوءِ ٻي اک سان ڏٺائين ته اها به هلي وئي. مجاهدي جو پهريون درجو لذتن کي ترڪ ڪرڻ آهي. پوءِ جڏهن محبت جو غلبو ٿيندو آهي ته جان کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي ۽ مقامِ فنا ۾ پهچي ويندو آهي. حضرت بي بي صفورا

فرمايو حسرت هيءَ آهي تہ لڪين اکيون ڇو نہ هيون جو انهن سڀ کي قربان ڪري ڇڏيان ها. جيتوڻيڪ پنهنجي اک جو دريچو ويران ٿي ويو اُن ۾ بصارت نہ رهي پر ان ويراني ۾ اُن حسن جو دفينو آهي. هاڻ آئون اُن خزاني جي ڪري پوري جسم کان بي نياز آهيان. حضرت صفورا جي اها گفتگو الله کي پسند آئي ۽ هُن فوراً ان جون اکيون واپس ڪيون، پنهنجو نور عنايت ڪيو، جنهن سان اها حضرت موسىٰ جو ديدار ڪري سگهي. هاڻ اهو نور جيئن تہ نور خداوندي هو انهي ڪري ان جمالِ موسوي کي برداشت ڪيو.

حضرت يوسف لنگهندو هو تہ ان جو نور محلات ۽ ان جي جارن تي پوندو هو. ماڻهو پنهنجي گهرن ۾ چوندا هئا تہ حضرت يوسف هتان کان لنگهي رهيو آهي. مولانا رومي هاڻي وري محبوب حقيقي جي تجلي جو ذڪر شروع ڪري ٿو تہ جنهن دل جو دريچو محبوب حقيقي ڏانهن کليل آهي اهو ان جي تجليات مان فيضياب ٿيندو آهي. انسان کي دل جي دري الله ڏانهن کولڻ گهرجي ۽ پوءِ عالمِ ملڪوت جو سير ۽ تفريح ڪرڻ گهرجي. دري کولڻ جو مطلب هي آهي تہ اُن سان عشق ڪر، ايئن تون معشوق حقيقي جو مشاهدو ماڻي سگهندين. اها تنهنجي اختياري ڳالهہ آهي. انفس ۾ جيڪي حق جون نشانيون آهن انهن تي غور ڪر ۽ غير الله جي خيال کان پري ڀڄ! معشوق حقيقي ڏانهن دري کولڻ اهڙي ڪيميا آهي جو تون اُن سان نفساني رذائل دور ڪري سگهين ٿو ۽ دشمن يعني شيطان وغيره کي رام ڪري سگهين ٿو. جڏهن تون ڪل جو علاج ڪري حسين بنجي ويندين تہ الله جي دربار ۾ پهچي ويندين ڇاڪاڻ تہ اهو جميل آهي ۽ جمال کي پسند ڪندو آهي ۽ پوءِ اهو تنهنجي روح کي بيڪسي کان ڇوٽڪارو ڏيندو. اُن جي رحمت جي ادنىٰ برسات تنهنجي روح جي باغ کي شاداب ڪندي ۽ تنهنجي مردگي دور ڪندي. اُن جي عطا فقط دنيا جون روايتون نہ آهن اهو اُن جهڙيون سوين سلطنتون عطا ڪري ٿو. حضرت يوسف عليہ السلام کي الله تعالىٰ فقط حسن جي سلطنت ئي نہ پر خواب جي تعبير جي مملڪت بہ عطا ڪئي هئي. ان جو حسن قيدخاني جو سبب بنيو ۽ خواب جي تعبير جو علم بلنديءَ تي وٺي ويو ۽ کيس مصر جي بادشاهہ جو مقرب بنايو. مصر جو بادشاهہ اُن جو فرمانبردار بنجي ويو. معلوم ٿيو تہ علم جي سلطنت زياده ڪارآمد آهي. علم جي مملڪت حسن جي مملڪت کان وڌيڪ سُٺي آهي.

### قرضدار شخص جي حڪايت ڏانهن رجوع

آں غریبِ مُمتحَن از بیم وام
در رہ آمد سوی آں دار السلام

ترجمو: "اهو مصيبت ماريل پرديسي قرض جي ڊپ کان دارالسلام ڏانهن آيو."

اهو پرديسي مقروض قرض حاصل ڪرڻ جي لاءِ تبريز ڏانهن هن اميد تي روانو ٿيو تہ گلن جي سيج تي سُمهي. تبريز سان سندس گهڻيون اميدون وابستہ هيون. مقروض چيو تہ اي حادي! (اُٺ کي تيز هلائڻ جي لاءِ حُدىٰ جا شعر پڙهندڙ کي حادي چئبو آهي) منهنجي ڏاچي وهار، منهنجي ڪاميابي اچي ويئي ۽ منهنجو فاقو اڏامي ويو. ڏاچي ويهہ، ڪم ٺيڪ ٿي ويا. "مُناجات الصدور" اچي ويئي. اها اها جڳهہ آهي جنهن جي باري ۾ آئون دل ۾ ڳالهيون ڪندو هوس. اي منهنجي ڏاچي! باغن ۾ چرندي رهہ، بيشڪ تبريز اسان جي لاءِ بهترين فيض جي جاءِ آهي. اي ساربان! ڏاچيءَ تان سامان لاهہ. تبريز شهر آهي ۽ محبوب جي گلي آهي. هن باغ جو جنت جهڙو شان آهي. هن تبريز جي لاءِ عرش نور آهي. جڏهن اُن پرديسيءَ محتسب جو گهر ڳوليو تہ ماڻهن چيو: اهو تہ گذاري ويو. ٻيون ڏينهن دنيا مان ويو هليو. مرد ۽ عورتون ان جي ڏک ۾ روئي رهيا آهن. اهو عرشي مور عرش ڏانهن هليو ويو. محتسب جي ذات سان مخلوق کي راحت هئي. محتسب دنيا جي زندگي مان هليو ويو. هو ٻيون ڏينهن هن ڪناري تان ٻيڙي هاڪاري وَيو. محتسب جي موت جي خبر ٻڌي اهو مسافر دانهن ڪري بيهوش ٿي ڪري پيو. جڏهن ان مسافر کي هوش آيو

تڏهن هيءُ بہ هوش آيس تہ غير الله تي ڀروسو ڪرڻ غلطي هئي ۽ هو پنهنجي غلطي تي نادم ٿي ڪري الله ڏانهن راجع ٿيو.

## مقروض پرديسيءَ جو محتسب جي وفات کان باخبر ٿيڻ بعد الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪرڻ

چوں بُہوش آمد بگفت اے کردگار
مُجرمم بودم بخلق امیدوار

ترجمو: "جڏهن هو هوش ۾ آيو، تڏهن چيائين تہ اي خدا! آئون قصور وار هوس جو مخلوق مان اميدوار بنيس."

جڏهن ڪيس هوش آيو تہ هُن الله تعاليٰ جي اڳيان پنهنجي غلطيءَ جو اعتراف ڪيو. هُن خدا کي عرض ڪيو تہ بيشڪ محتسب ڏاڍو سخي هو پر تنهنجي سخاوت برابر نہ هو. محتسب ٽوپي ڏني ۽ تو مٿو عنايت ڪيو. هُن قُبا ڏني تو اهو قد ۽ قامت عطا ڪيو جنهن سان آئون اُن قبا مان فائدو حاصل ڪري سگهيس. مُحتسب سونا سِڪا عطا ڪيا تو اهو هٿ عطا ڪيو جنهن سان مون انهن کي ڳڻيو. هُن سواري ڏني ۽ تو عقل ڏنو جنهن جي ڪري آئون اُن تي سوار ٿي سگهيس. محتسب مون کي شمع ڏني تو اها اک ڏني جنهن جي ذريعي شمع ڪارآمد ٿي. هُن پگهار ڏني تو زندگي ڏني جنهن کان بغير اها پگهار بيڪار هئي. پوءِ جيڪو هُن ڏنو اُن ۾ بہ تنهنجو ڪرم شامل آهي. ڇاڪاڻ تہ تو ئي اُنکي سخي بنايو. اهو جيڪي ڪجھ ڏيندو هو اُن جو ڪو نہ هو تنهنجو هو. اُن ۾ سخاوت جو مادو تو پيدا ڪيو هو جنهن ڪري ڪيس سخاوت ڪري خوشي محسوس ٿيندي هئي. اها منهنجي غلطي هئي جو مون محتسب کي اميد جو قبلو بنايو ۽ جيڪو اُن کي قبلو بنائڻ وارو آهي ان کي وساري ڇڏيم.

ان ڪانپوءِ الله تعاليٰ جي انهن نعمتن جو ذڪر ڪيو اٿس جيڪي اُن سان مخصوص آهن. يعني الله تعاليٰ جو ڪرم آهي جو اُن اسان کي عقل عطا ڪيو. آسمان کي عدم مان پيدا ڪيائين ۽ زمين کي بسترو بنايائين. ستارن کي ڏيئو ۽ طبيعتن کي ڪُنجي ۽ قلف بنايائين. اي مخاطب! الله تعاليٰ گهٽيون لِڪل ۽ ظاهر شيون هن ڇت (آسمان) ۽ بستري (زمين) ۾ رکيون آهن. هاٿي انهن نعمتن جو ذڪر ڪري ٿو جيڪي خود انسان ۾ مضمر ۽ لِڪل آهن. انسان اسماءِ الاهي جو مظهر ۽ حقائق ڪونيہ جو جامع آهي. انسان جيئن تہ اسماءِ الاهي ۽ حقائق جو مظهر آهي، تنهن ڪري اُن ۾ جيڪي ڪجھ نظر اچي رهيو آهي اهو خدا جو عڪس آهي. جيئن چنڊ جو عڪس درياءَ جي پاڻيءَ ۾ نظر اچي ٿو. اُصطرلاب جو ڦهريون حصو ڪوريئڙي جي ڄاري وانگر سوراخن وارو هوندو آهي يعني صفاتِ انساني الله جي صفتن جو ثبوت آهن. جهڙي طرح اصطرلاب جي تار مان آسمان ۽ سج جا احوال معلوم ڪيا وڃن ٿا اهڙي طرح انساني صفتون الله تعاليٰ جي صفتن جي تشريح ڪن ٿيون. نجومين جي اُصطرلاب مان تہ نجومي ئي احوال معلوم ڪري سگهن ٿا پر انسان جي صفات جي ذريعي عوام بہ صفاتِ خداوندي جو علم حاصل ڪري سگهن ٿا.

عوام انبيائن جي تعليم جي واسطي سان خود اهي علم حاصل ڪري سگهن ٿا. هاٿي انسان هٿي انسان ۾ جيڪي ڪجھ سمجهي ٿو ان کي اصل سمجهي ٿو حالانڪ اهو عڪس آهي ۽ انسان جو مثال اُن شينهن وانگر آهي جيڪو کوھ ۾ پنهنجي عڪس تي حملہ آور ٿيو هو. جيڪڏهن تون انسان جي فعل کي اصل سمجهندين تہ اهو ئي بي وقوف شينهن بڻبين جيڪو پنهنجي ئي عڪس تي حملہ آور ٿيو هو. اُن احمق شينهن کي سيهڙ (سهي) گمراھ ڪيو هو ۽ چيو تہ کوھ ۾ غضبناڪ شينهن ويٺو آهي. کوھ ۾ وڃي ان کان بدلو وٺ. اهو بي وقوف شينهن سَهي جي چوڻ ۾ اچي ويو. ايئن نہ سمجهيائين تہ منهنجو نقش آهي ۽ اهو شينهن جيڪو سهو ڀڏائي رهيو آهي پاڻيءَ ۾ نہ آهي. اهو تصرف بہ خدائي آهي جو هو حقيقت نہ سمجهي سگهيو. تون بہ دشمن سان دشمني ڪرڻ ۾ حقيقت تائين نٿو پهچين. تون ڇهن جهتن (پاسن) جو تابع آهين ۽ هر جهت (پاسي) ۾ غلطي تي آهين. دشمن ۾ دشمنيءَ جو جذبو الله تعاليٰ جي

صفت قهر جو عڪس آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو اُن صفتِ قهر مان پيدا ٿيو آهي. دشمن جيڪو گناھ ڪري رهيو آهي اهو تنهنجي ڪنهن ڏوھ جو عڪس آهي. تون پنهنجي اُن جرم واري عادت پنهنجي اندران ڌوءِ، تنهنجي بُري عادت جو دشمن ۾ عڪس آهي.

جڏهن تو اُن ڪي پنهنجي بُرائي جو عڪس سمجهي ورتو تہ هاڻي دشمن ڪي جيڪو بمنزلہ آئيني جي آهي، نہ مار. تنهنجو مثال هي آهي تہ ڪو پاڻيءَ ۾ ستارن جو عڪس ڏسي ۽ اُن تي مِٽي وجهي ۽ هي چوي تہ اهو ستارو منحوس آهي ۽ منهنجي سعد ستاري ڪي دٻائڻ آيو آهي. تون اُن عڪس ڪي منحوس ستارو سمجهي اُن تي مِٽي وجهي رهيو آهين. پوءِ جڏهن ٿوري دير ۾ عڪس غائب ٿي ويو تہ تو سمجهيو تہ ستارو غائب ٿي ويو. ستارو جنهن ڪي تون پنهنجي خيال سان منحوس سمجهي رهيو آهين اهو ستارو تہ آسمان تي آهي. جيڪڏهن ڪا تدبير بہ ڪرڻي هئي تہ آسمان ڏانهن ڪرڻي هئي پر جيڪڏهن ستاري جي نحوست کان بچڻو هو تہ خدا کي التجا ڪرڻي هئي. جهڙي طرح شين جي نحوست منِ جانب الله آهي اهڙي طرح عطا بہ حقيقت ۾ من جانب الله آهي. نعمتون ۽ عطائون جيڪي پنجن حواسن ۽ ڇهن جهتن (صفتن، پاسن) ۾ آهن. انسان جي عطا مفيد نہ آهي عارضي آهي. عڪس تي ڏسڻ ڇڏي ڏي اصل تي نظر رک. الله تعاليٰ جنهن ڪي اعمال صالحہ جي نعمت بخشيندو آهي اُن ڪي جنت جي عمردراز ڏيندو آهي تان تہ اهو اُن مان پوري طرح نفعو حاصل ڪري سگهي. الله تعاليٰ مُردن ڪي زنده ڪرڻ وارو ۽ زندهن ڪي مارڻ وارو آهي. الله تعاليٰ جي عطا توسان ساھ وانگر رلي ملي وڃي ٿي. جيڪڏهن پاڻي ۽ ماني جي خواهش نہ رهي تہ بہ اهو توکي انهن ٻنهي کان پاڪ غذا ڏي ٿو. جيڪڏهن جسماني طاقت ويئي هلي تہ ڪمزوريءَ ۾ باطني قوت عطا ڪندو آهي. جنن ۽ ملائڪن ڪي روزي ڏيندو آهي، توکي بہ روزي ڏئي ٿو.

الله تعاليٰ پنهنجي عشق سان توکي زنده رکي ٿو. الله تعاليٰ کان ٿي زندگيءَ جي درخواست ڪر جنهن جو مدار عشق تي آهي. انسانن جون سموريون صفتون الله تعاليٰ جي صفتن جو مظهر آهن پاڻيءَ وانگر صاف سمجهہ. اُن ۾ الله ذوالجلال جون صفتون روشن آهن. ان جو علم، ان جو عدل ۽ اُن جي محبت هلندڙ پاڻيءَ ۾ آسمانن جي ستارن وانگر آهي. بادشاهي اُن ڪي جڳائي ٿي. سڀ بادشاھ اُن جي اڳيان عاجز آهن. بادشاھ الله جي بادشاهيءَ جا مظهر آهن. عالم، فاضل الله جي علم جو آئينو آهن. زمانا گذري ويا ۽ هي نئون زمانو آهي، چنڊ ساڳيو آهي، سج ساڳيو آهي، فضل ۽ عدل ساڳيو آهي. ماڻهو بدلجي ويا، صفات قديم پنهنجي جڳهہ تي آهن. زمانو بدلجي رهيو آهي مظاهر بدلجي رهيا آهن ۽ ظاهر قائم آهي. ستارن جو بنياد پاڻي تي نہ آهي، صفات جو تعلق بہ ذات باري سان آهي. حسين ان جي حسن جو آئينو آهن ۽ انسانن ۾ عشق ان جي عشق جو عڪس آهي. حسينن جو حسن هٽي ويندو آهي ۽ اهو اصل ڏانهن موٽندو آهي. جڏهن صحيح نظر پيدا ڪندؤ تڏهن معلوم ٿيندو تہ سڀ ڪجهہ اهو آهي. ٻهريان اُن غريب الوطن خواجہ مرحوم ۽ الله تعاليٰ ڪي مُغاير سمجهيو هو، پوءِ ان جي عقل اُن ڪي چيو تہ اصل ڏيڻ وارو الله تعاليٰ آهي جنهن هن ڪي ڏنو آهي. خواجہ ڪي غير چوڻ ٻيائي آهي جنهن سان هڪ مان ٻہ نظر ايندا آهن. خواجہ هاڻي ملاء اعليٰ ۾ پهچي چڪو هو ۽ دنيا ڪي ڇڏي چڪو هو. خواجہ جو جسم نہ هو پر پاڪ روح هو.

شيطان حضرت آدم عليه السلام جي فقط مِٽيءَ ڪي ڏٺو. تون ائين نہ ڪر. خواجہ جي وصفن تي نظر رک، خواجہ ڪي ذاتِ الٰهي سان قربت حاصل هئي. جنهن حيثيت سان حضرت آدم عليه السلام مسجودِ ملائڪ هو ساجد نہ هو. اهو خواجہ بظاهر بشر هو پر ان ۾ جي حق تجلي نمايان هئي. مُشاهده حق جي ڪري ان جي جماديت ۽ جسميت ختم ٿي چڪي هئي. ترن جو تيل جڏهن گلن ۾ ملايو ويندو آهي تہ پوءِ ان ڪي ترن جو تيل ڪونہ چئبو آهي. ان ۾ گلن جي خوشبو بہ هوندي آهي. اهل الله جي هڪ جماعت آهي جنهن جا اوصاف بشري اوصاف خداوندي ۾ بدلجي ويا تہ هاڻي اُن ڪي عام مخلوق ۾ شمار نہ ڪيو ويندو آهي. هاڻي ان موضوع ڪي ختم ڪر، توحيدي نظر واري جا ٻہ قبلا نہ هوندا آهن.

ملائڪن جي مسجود آدم عليه السلام جي مٽي نہ ٿي ٿي سگهي. ڪي عڪس محض عڪس سان مشابهہ آهن، حقيقت ۾ عڪس نہ آهن پر اصل آهن. ان ڪي هن طرح سمجهيو تہ واهہ ۾ صوف جي وڻ جو عڪس ڏسجي ۽ ان جي ٽارين ۾ صوف هجن تہ اهو بظاهر عڪس آهي پر حقيقت ۾ اهو وڻ آهي. ايئن حضرت آدم عليه السلام ۾ بہ حقيقت ۾ صفات حق هيون جيتوڻيڪ بظاهر اهي عڪس هئا. آدم عليه السلام کي خالي جسم سمجهي جان جوکي ۾ نہ وجهہ. ان جي لاءِ تہ اهو ڪم انڌن گونگن جو هو، جو انهن خالي نبين جي جسمن کي ڏسي ڪري انهن جي تڪذيب ڪئي. "مَارَمَيْتَ" واري آيت مان معلوم ٿيو تہ حضور ﷺ کي الله جي عينيت حاصل هئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جو ديدار خدا جو ديدار هو. پاڻ سڳورن کي رحمت اللعالمين ھن ڪري چيو ويو تہ پاڻ سڳورا جنن ۽ انسانن جا سردار هئا. جنهن دري تي ٽِڪو پئجي رهيو هجي انڪي ڏسڻ سج کي ڏسڻ آهي. حضور ﷺ ڪنهن کان فيض يافتہ نہ هئا پر ٻين انبيائن ۽ عارفن پاڻ سڳورن کان فيض ۽ نور حاصل ڪيو هو.

الله تعاليٰ جو فيض اهڙي رستي سان حضور ﷺ کي پهتو جنهن کان ٻيا انبياءِ ﷺ واقف نہ هئا. حضور ﷺ جي خصوصيت ان بناء تي هئي تہ جيڪڏهن نور جي لاءِ ڪو مانع اچي تہ بہ حضور ﷺ ۾ جيڪو نور آهي اهو خود بہ خود جوش وارو ۾ اچي وڃي. عارفن جي لاءِ حجاباتِ بشريہ نور کان مانع بنجي وڃن ٿا. عام درين ۾ سِج جي روشني هوا جي مُتڪيف هجڻ ۽ ڇهن طرفن کان پُهچندي آهي پر حضور ﷺ جن اها دري آهن جو سج کي بہ ساڻن خاص اُلفت ۽ لڳاءُ آهي. هاڻي اُن اتحاد جي ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جي تنزيہ ۽ تعريف خدا جي تنزيہ ۽ تعريف آهي. جيڪڏهن ڪنهن ٽانوَ ۾ خود ميوو ڦٽي پوي تہ جيڪڏهن اُن کي وڻ چئون تہ ڪو عيب نہ ٿيندو. جڏهن ٽانوَ ۽ ٽوڪريءَ ۾ اها خصوصيت پيدا ڪئي وڃي جو ان ۾ خود بہ خود ميوا ٿي پون تہ تون اُن کي ميوي دار وڻ سمجهہ، ڇاڪاڻ تہ وڻ ۽ ان ٽوڪري ۾ خاص نسبت ٿي آهي. توکي ان ٽوڪري کي وڻ سمجهي ان جي پاڇي ۾ ويهڻ گهرجي. صورت جو اعتبار نہ آهي سيرت معتبر آهي. جنهن ماني ڪاٺ سان دست ٿين اُن کي سُقمونيہ چيو ويندو آهي جنهن جي خاصيت جُلاب ڏيڻ آهي. مٽيءَ ۾ جيڪڏهن سرمي جي خاصيت هجي تہ اُن کي سرمو چيو ويندو. حضور ﷺ جا اوصاف بشري فنا ٿي چڪا هئا. توحيد ۾ نُبيون لڳائڻ سان بشري صفات ڪمال کي پهتيون هيون. حضور ﷺ تي اها تجلي خاص هئي جيڪا پاڻ سڳورن ﷺ جي ذات ۾ سِمائجي ويئي هئي. جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي کان فنا جو طالب هوندو آهي تہ اُن جي هستي کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي. هاڻي فنا ڪانپوءِ ان اعتبار سان اتحاد ۽ وحدت ٿي ويندي آهي جو ٻانهو آقا ۾ محو ٿي ويندو آهي ۽ اهو مرتبو فنا في الشيخ جو آهي. پوءِ جيڪڏهن شيخ بہ فاني في الله آهي تہ پوءِ مريد وڌيڪ ترقي ڪري فنا في الله جو مرتبو حاصل ڪندو پر جيڪڏهن تون شيخ کي فاني في الله نہ سمجهندين تہ انهن ۾ ٻيا ئي جو قائل رهندين ۽ مقصد ۽ رستي ٻنهين کان هٽ ڏوئي وهندين. تون ان شيخ جي صورت کان گذر ۽ هڪ قبلو سمجهہ بہ نہ سمجهہ. محرومي اِن طرح ٿيندي جيئن چقمق سان باهہ لڳي ۽ ڪو ماڻهو سڙندڙ شيءِ کان قطع نظر ڪري چقمق ڏانهن متوجهہ ٿي وڃي ۽ سڙندڙ سڙي ختم ٿي وڃي. هاڻي اهو باهہ کان بلڪل محروم ٿي ويندو ڇاڪاڻ تہ هاڻي سڙندڙ ئي نہ آهي جنهن جي ذريعي چقمق مان فائدو حاصل ڪري سگهي.

**ٻاڏائي جي هاڃيڪار اثرن جي بيان ۾، شهر ڪاشان جي رافضين جو "عمر" نالي سان نہ پوڻ جو قصو.**

گر عمر نامی تو اندر شهر کاش
کس نیفروشد بصد دانگت لواش

ترجمو: "جيڪڏهن تنهنجو نالو عمر آهي تہ ڪاش شهر ۾ توکي سو روپين ۾ بہ ڪو ماني ڪونہ ڏيندو."

جيڪڏهن تنهنجو نالو عمر آهي تہ ڪاش شهر وارن کي گهٽي قيمت ڏيين تہ بہ توکي ماني نہ ڏيندا. جيڪڏهن

تون ڪنهن دڪان تي وڃي پنهنجو نالو عمر ٻڌائيندين ته اهو توکي ٽاري ڇڏيندو ۽ چوندو ته ٻئي دڪان تان وٺ. اُتي ماني ڏاڍي سُٺي آهي. هو پنهنجي ٻاڏائي جي ڪري دڪانن کي ڌار ڌار سمجهي رهيو آهي حالانڪ عمر نالي واري جي هٽ تي ماني وڪڻڻ ۾ اهي هڪ آهن. جيڪڏهن اهو مسافر ٻاڏائي ڇڏي هي سمجهي ته سڀ دڪان هڪ آهن ۽ پنهنجو نالو عمر جي بدران علي ٻڌائي ته اها تدبير هلي وڃي ها ۽ اهي ڪاش جا دڪاندار ان عمر کي علي سمجهي ماني ڏين ها. پهريون نانوائي ٺي ٻئي کي آواز ڏيئي ڪري چوندو هو ته عمر اچي رهيو آهي اُن کي ماني ڏي ۽ مقصد اُن نانوائيءَ جو ان نالي جو اظهار هو تان ته ٻيو نانوائي به ڪيس ماني ڏيڻ کان انڪار ڪري. ٻي نانوائي جي ٻاڏائي اها آهي جو هو مانيءَ کي عليؓ سمجهي ڪري عمرؓ کي ڏيڻ کان انڪار ڪري رهيو آهي. حالانڪ عمرؓ ۽ عليؓ ٻه نه آهن، ٻئي حقيقت ۾ هڪ آهن. اُن ٻئي نانوائي کي آواز ڏيئي ڪري چئي رهيو آهي ته عمر اچي رهيو آهي تون ان کي ماني ڏي ۽ منهنجي آواز مان راز سمجهي وڃ ته مقصد اُن جو عمر نالو ٻڌائڻ آهي. ٽيون نانوائي ٻئي جو حوالو ڏيئي چوٿين نانوائيءَ کي چوي ٿو ته عمر اچي پيو هن کي ماني ڏي. جڏهن تون هڪ دڪان تي عُمر بنجي وئين ته هاڻي تون سڄي ڪاشان ۾ گهمندو ڦر، توکي ماني نه ملندي. جيڪڏهن اهو انهن دڪانن کي چند دڪان نه سمجهي ها ۽ شروع ۾ ئي پنهنجو نالو علي ٻڌائي ها ته فورن ماني ملي وڃيس ها. ان مسافر جي ٻاڏائي ٿوري هئي پر اها اُن جي محروميءَ جو سبب بڻي ته اهو ٻاڏو جيڪو سڄي ڪائنات کي مستقل موجود سمجهي ڪري ٻاڏو بنجي رهيو آهي، ان جي محررمي کي ان تي قياس ڪري ڏس ته ڪيتري ٽيڏائي هوندي. هيءَ دنيا به ڪاشان آهي. جڏهن تون ٻاڏائي نه ڇڏيندين ته ائين پيو ڦرندين جيئن مسافر پئي ڦريو. جيڪو ڪائنات کي حقيقي موجود سمجهندو، اهو ڪڏهن ڪنهن پاسي ته ڪڏهن ڪنهن پاسي پلاڻي سمجهي ڪري متوجهه ٿيندو وتندو.

جيڪڏهن صحيح نظر حاصل ٿي ويئي ته سڀني موجودات کي هڪ موجود حقيقي جو پاڇو سمجهندو ۽ فقط اُن ڏانهن توجه ڪندو ۽ هر جاءِ ته رلڻ پنڻ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندو. الله وارا خدائي اخلاق سان آراسته آهن، الله جو مظهر هجڻ ثابت ڪري ٿو ته جڏهن تون ڪو اهڙو عڪس ڏسين جيڪو گلن ۽ ميون سان ڇنجهيو پيو هجي ته اُن کي ٻين عڪسن وانگر نه سمجهه، جو عين حقيقت حق بنجي وڃي ۽ اها توکي ميوو عطا ڪرڻ لڳي. اهل الله جي صُحبت سان صحيح نظر حاصل ٿيندي آهي. اهي عڪس آهن پر انهن مان اصل جو فائدو ٿي ويندو آهي ۽ مقصد حاصل ٿي ويندو آهي. اهي اهل الله فقط پاڻي نه آهن جو انهن ۾ خيالي عڪس نظر اچي بلڪ عين حقيقت ۽ باغ آهن. تون اهڙي طرح ڌوڪو نه کاءُ، جهڙي طرح شيطان غير پاڻي کي پاڻي سمجهيو. اهل الله ۽ عوام کي هڪ نظر سان نه ڏس. مختلف انسان هن طرح آهن ته ڪنهن تي لعل ۽ جواهر لڏيل آهن ڪنهن تي پٿرن جو بار آهي. سڀني نهرن کي هڪ جهڙو نه سمجهه، هڪ نهر ۾ بعينهٖ چنڊ موجود آهي اُن کي عڪس نه سمجهه. ان نهر جو پاڻي آب حيات آهي. اهو خالي جانورن جي پيئڻ جو پاڻي نه آهي، ان ۾ جيڪي نظر ايندو اهو خالي عڪس ڪونه هوندو، پر عين حقيقت هوندو. ان نهر جي تري ۾ خود چنڊ ڳالهائي رهيو آهي ته آئون هم سُخن هم راهه آهيان، عڪس نٿو ٿي سگهان. ان نهر ۾ جيڪو مٿي آهي اهو هيٺ آهي. تون ڄتان کان فيض حاصل ڪندين اهو ئي هڪ فيض هوندو. ٻين نهرن ۾ ته چنڊ جو عڪس آهي. هن نهر کي ائين نه سمجهه. هن عڪس کي تون بلڪل چنڊ سمجهه. هن نهر مان تنهنجا دنيوي ۽ اخروي سڀ مقصد پورا ٿي ويندا. تو ۾ ۽ سقصدن ۾ ڪا دوري ۽ جدائي نه رهندي.

**مسافر لاءِ تمام ٿورو چندو گڏ ٿيڻ، ان جو محتسب جي قبر تي وڃي نوحه خواني ڪرڻ**

واقعه آں وامِ او مشہور شُد

پائمرد از درد او رنجور شد

ترجمو: "هُن جي قرض جو قصو مشهور ٿي ويو، مدد گار سندس ڏک کان متاثر ٿيو."

پرديسيءَ جي قرض جو قصو تبريز ۾ مشهور ٿيو ته هڪڙو شخص ان جو همدرد بڻجي ويو. ان شخص هن جو قرض ماٺهن تي ورهائي گڏ ڪرڻ جي لاءِ شهر جو گشت شروع ڪيو ۽ ان لالچ سان ته ماڻهو رحم ڪري هن کي چندو ڏين ۽ هن جو سڄو قصو بيان ڪرڻ شروع ڪيائين. ان مددگار کي سڄي شهر مان فقط چند سؤ دينار چندي ۾ مليا. مددگار کي مايوسي ٿي. تڏهن هو پرديسي وٺي محتسب جي قبر وٽ آيو رستي ۾ مددگار ان کي چيو ته جيڪڏهن ڪنهن کي ڪنهن بابرڪت مهمان جي مهمانداري جي توفيق ميسر ٿئي ۽ اهو ان مهمان جي پوري خاطر تواضع ڪري ته اهڙي ميزبان جو شڪريو ادا ڪرڻ خدا جو شڪريو ادا ڪرڻ آهي. جيئن ته الله تعاليٰ ئي ان ميزبان کي توفيق عطا فرمائي آهي. اهڙي ميزبان جي ناشڪري الله تعاليٰ جي ناشڪري ٿيندي. جيئن ته محتسب توتي احسان ڪيا آهن، تون خدا جو شڪر ادا ڪر ۽ محتسب جو به شڪر گذار بڻج. ماءُ ۾ جيتوٽيڪ رحم جو مادو خدا پيدا ڪيو آهي پر پوءِ به ماءُ جي خدمت ڪرڻ فرض ۽ مناسب آهي. جيئن ته اسين حضور ﷺ جن جا محتاج آهيون ۽ الله جي نعمتن جو اسان جي لاءِ واسطو آهن، انهيءَ ڪري اسان کي شڪريو ادا ڪرڻ جي لاءِ مٿن درود موڪلڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. خدا قيامت جي ڏينهن ٻانهي کي چوندو ته مون توکي نعمتون ڏنيون هيون، تو ڇا ڪيو؟ اهو ٻانهو چوندو: جيئن ته اصل ماني ڏيڻ وارو تون هئين مون تنهنجو شڪريو ادا ڪيو. الله تعاليٰ فرمائيندو جڏهن تو محسن جو شڪريو ادا نه ڪيو ڄڻ منهنجو به شڪريو ادا نه ڪيو. جنهن سخيءَ جي هٿان مون توکي ماني ڏياري هئي تو ان جو شڪريو ادا نه ڪري اُن تي ظلم ۽ ستم ڪيو آهي. اهي سڀ ڳالهيون مددگار ان پرديسيءَ کي چيون تان ته هو پنهنجي محتسب جو شڪريو ادا ڪري پرديسي قبر وٽ پُهچي شڪريو ادا ڪري چوڻ لڳو ته اسان کي رزق پهچائڻ جو توکي فڪر هوندو هو ۽ تنهنجو احسان ۽ نيڪي اهڙي طرح عام هئي جهڙي طرح تنهنجو دسترخوان عوام جي لاءِ ڪليل هو. سمنڊ ڪناري تي موتي آڻيندو آهي ۽ پري وارن کي مينهن سان فيض پهچائيندو آهي. تون اسان جو پشت پناه هئين. ڪڏهن ڪنهن کي ڏسي تنهنجي پيشانيءَ تي گهنج نه پوندو هو، تون سيني کي خوش آمديد چوندو هئين. حضرت ميڪائيل مخلوق کي روزي پهچائڻ تي مقرر آهي، تون به ميڪائيل وانگر سخي ۽ روزي ڏيڻ وارو هئين. درياءِ غيب ڪڏهن منقطع نٿو ٿي سگهي. مون جهڙن هزارن جو تون اولاد وانگر خيال رکندو هئين. پرديسيءَ چيو اسان جون سڀ نعمتون الله تعاليٰ جي طرفان هيون ۽ تون انهن جو واسطو ۽ ذريعو هئين ۽ تو اسان ۽ الله تعاليٰ ۾ رابطو پيدا ڪيو هو. اڄ صرف تون نه مئو آهين پر اسان جا سڀ نفعا مري چڪا. تون هڪ نه هئين پر رزم ۽ بزم ۾ هزارن جو قائم مقام هئين ۽ انعام ڏيڻ وقت سوين حاتمن وانگر هئين. حاتم فقط دنياوي حقير نعمتون عطا ڪندو هو جيڪي فاني هيون. تنهنجي عطا زندگي آهي ۽ پائيدار آهي يعني روحاني دان ۽ ظاهري دان به روڪڙا ۽ بيشمار آهن. تنهنجي انهن فضيلتن ۾ تنهنجو ڪوبه قائم مقام نه آهي. مخلوق کي رنج ۽ غم کان تون ائين ئي محفوظ رکين ٿو جهڙيءَ طرح حضرت موسيٰؑ پنهنجي ٻڪرين جو محافظ ۽ انهن تي مهربان هو.

**ٻڪريءَ جو حضرت موسيٰؑ کان ڀڄڻ**

گوسفندے از کلیم اللہ گریخت
پائے موسیٰؑ آبلہ شد نعل ریخت

ترجمو: "هڪڙي ٻڪري حضرت (موسيٰ ع) ڪليم الله کان ڀڄي ويئي، حضرت موسيٰؑ جي پيرن ۾ لڦون پئجي ويون ۽ هو ٿڪجي پيو."

جنهن ڌڻ جي اها ٻڪري هئي اُن ڌڻ کان حضرت موسيٰؑ گهڻو پري نڪري ويو. ٻڪري ڀڄندي ڀڄندي ٿڪجي ڪِري پئي. حضرت موسيٰؑ وٽس پهچي ماءُ وانگر اُن تي شفقت سان هٿ ڦيرڻ لڳو. ٻڪريءَ جي اُن

حرڪت سان حضرت موسيٰ عليه السلام کي ذري برابر بہ ڪاوڙ نہ آئي ۽ اُن جي درماندگي تي ڳوڙها وهائڻ لڳو ۽ فرمائڻ لڳو تہ جيڪڏهن توکي منهنجي پيڻ تي رحم نہ آيو تہ خير آهي پر، تو پنهنجو پاڻ تي بہ رحم نہ ڪيو! حضرت موسيٰ عليه السلام جون اهي ڳالهيون ٻڌي الله تعاليٰ ملائڪن کي فرمايو تہ موسيٰ عليه السلام جهڙو بردبار نبوت جي لائق آهي. بخاري شريف جي حديث آهي تہ هر نبيءَ ٻڪريون چاريون آهن. ٻڪريون چارڻ واري ۾ حلم ۽ بردباري پيدا ٿيندي آهي. ٻڪري هيڏانهن هوڏانهن پنهنجي پيٽ ڀرڻ کان ڊار چرندي وتندي آهي ۽ اُن تي ڪاوڙ بہ نٿي ڪري سگهجي. ڏک هٽبس تہ مري ويندي. جڏهن حضور عليه السلام جن اهو فرمايو تہ هر نبيءَ ٻڪريون چاريون آهن. تڏهن ڪن صحابين پُڇيو تہ توهان بہ ٻڪريون چاريون آهن؟ پاڻ فرمايائون تہ مون بہ مڪي وارن جون ٻڪريون چاريون آهن. بزرگ روميؒ فرمائي ٿو تہ جيڪو حضرت موسيٰ عليه السلام وانگر خلق خدا کي ڏڻ جيئن ڊاريندو ۽ پنهنجي تدبير ۽ عقل سان انهن جي سارسنڀال ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي لامحالہ نگراني جو روحاني مقام عنايت فرمائيندو آهي، جهڙي طرح انبيائن کي ان نگراني مان منصب نبوت حاصل ٿيو آهي. پرديسي مسافر چوي ٿو تہ اي محتسب! تو جيئن تہ انسانن کي ڏڻ وانگر ڊاريو آهي، مون کي يقين آهي تہ خدا توکي بہ دائمي سرداري بخشي آهي. اُن پرديسيءَ چيو تہ مون تنهنجي عطا جي ڀروسي تي ئي قرض وٺڻ ۾ بي پرواهي ڪئي ۽ نَوَ هزار قرض ورتم، هاڻي تون منهنجي گندگي صاف ڪر ۽ مون کي نعمتون عطا ڪر.

مسافر اُن جي موت جي حسرت سان گڏ پنهنجي مٿل تمنائن جو ذڪر ڪري ٿو. تون ڪٿي آهين جو مون کي چوين تہ پنهنجي قرض ڪان ٻيٽو مون ڪان وٺي وڃ ۽ آئون چوان تہ اها عطا منهنجي لاءِ ڪافي آهي ۽ تون چوين تہ ٻين جي لاءِ بہ ڪٽي وڃ. مون کي سمجھ ۾ نٿو اچي تہ تو جهڙو آسمان زمين ۾ ڪيئن سمائجي ويو. وري مسافر چوي ٿو تہ منهنجي غلطي آهي جو توکي زير زمين سمجهي رهيو آهيان! تون زندگي ۾ هئين ۽ هاڻي بہ اُتي آهين. تون حقيقت ۾ روح هئين جيڪا ملاءِ اعليٰ جي شئي آهي ۽ جسم جيڪو زمين تي آهي اهو بمنزلہ پاڇي جي آهي. بزرگ روميؒ جسم کي پاڇو قرار ڏنو. ان پاڇي جي حقيقت ٻڌائي ٿو تہ قلب روح آهي ۽ روح جا بہ قسم آهن. هڪ سراجي روح جيڪو اعظم آهي ۽ اهو سيني روحن جو سرچشمو آهي ٻيو روح جيڪو هر شخص ۾ جدا آهي. ان جو تعلق هر شخص سان حيواني روح جي ذريعي آهي. پوءِ جسم حيواني روح کان استفادو ڪندو آهي ۽ زجاجي روح جي تابع آهي ۽ زجاجي روح، روح سراجي جي تابع آهي تہ جسم ان سراجي روح جي پاڇي جو پاڇو ٿيو. انهيءَ ڪري جسم کي اهو رتبو ڪٿي ملي سگهي ٿو جيڪو روح کي حاصل آهي. ننڊ جي حالت ۾ جسم سوڙ ۾ ستل هوندو آهي ۽ روح عالمِ مجردات ۾ درخشان آهي. روح کي قرآن امر ربي چئي ڪري مخفي رکيو آهي تہ اهو ڪنهن مثال جي ذريعي بہ نٿو سمجهائي سگهجي. مولانا رومي وري محتسب جا فضائل ٻڌائي ٿو تہ محتسب جو ڪلام ايتري قدر فصيح هو جو عاقل اُن جي فصاحت ۽ بلاغت کان حيران رهجي ويندا هئا. ڳيرو پنهنجي آکيري جي تلاش ۾ آهي تہ اهو ڪٿي آهي.

اي مسافر! تون چوين ٿو تہ محتسب ڪٿي آهي، تہ ٻُڌ اهو ان جاءِ تي آهي جتي الله تعاليٰ جون صفتون آهن. يعني اُن کي الله تعاليٰ جي خاص رفاقت حاصل آهي. محتسب ان جاءِ تي آهي جتي اُن جو خيال اهڙي طرح لڳل رهندو هو جيئن شينهن جو ڌيان پنهنجي گُر (غار) تي هوندو آهي يعني دربار خداوندي تي. جڏهن هوا رڪجڻ سان ٻني ۽ ٻيڙيءَ کي نقصان پهچي ٿو تہ الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪيو ويندو آهي. جڏهن ذڪر ڪرڻ وارو "هُو" چوي ٿو تڏهن قلب الله تعاليٰ ڏانهن اشارو ڪندو آهي. اُن کي الله تعاليٰ جي قربت حاصل آهي جيڪا ڪُوڪُو کان سواءِ آهي يعني اُن جي متعلق "ڪٿي" نٿو چئي سگهجي. ڇاڪاڻ تہ اهو مقام لامڪاني آهي. اسان کي "ڪٿي" جي بجاءِ "ڪٿي نہ" چوڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ اسين مڪاني آهيون. جيڪڏهن اسان ۾ عقل هجي تہ اسين ڏسي سگهون ٿا تہ

مشرق ۽ مغرب ۾ اهل الله جي روحن ۾ سوين قسمن جون تجليون وارد ٿين ٿيون. اهل الله جي روح کي مرڻ کانپوءِ قربت حاصل ٿيندي آهي. زندگي ۾ جسم روح جي جهنگ ۾ آهي، اُن ۾ قرب الاهي جي اعتبار سان گهاٽي واڌي هئي، جڏهن وفات ٿي وڃي ٿي ته گهٽجڻ ختم ٿي وڃي ٿو ۽ وڌڻ ئي رهندو آهي.

مقروض پرديسيءَ چيو ته مون تي نَوَ هزار قرض آهي جيڪو هئي جي پُهچ کان ٻاهر آهي، ڇاڪاڻ ته هن چندي ۾ به سؤ دينار مليا آهن. الله تعاليٰ توکي عالم بالا ڏانهن ڇِکي ورتو، آئون هاٿي کشمکش ۾ آهيان ۽ واپس وڃي رهيو آهيان. هاڻي ڪجھ روحاني توجه وجھ، اشرفين ملڻ بدران غم حاصل ٿيو. آسمان ۽ زمين ساڳيا آهن پر تنهنجي مرڻ سان هاڻي اُن ۾ ڪو لائق سخاوت ڪوند آهي. دنيا ۾ احسان ڪرڻ وارا آهن پر تو جهڙو ڪٿي!؟ تون سج هُئين ۽ ٻيا ستارا آهن. تون خدا وٽ پهچي وئين هاڻي آئون به پهچان ٿو. كُلٌّ لَّمَّا جَمِيعٌ لَّدَيْنَا مُحْضَرُونَ (يٰس:32) "سڀ اسان وٽ حاضر ڪيل آهن" يعني سيني کي خدا ڏانهن موٽڻو آهي. لشڪر جا ماڻهو جهنڊي وٽ گڏ ٿيندا آهن. مَري ڪري خدا ڏانهن موٽنداسون. زندگي ۾ به سيئي اُن جي تصرف ۾ آهيون. ان جو تصرف ئي آهي جو انسان جي دل ۾ هر وقت خيالات ايندا رهن ٿا. ڪنهن وقت اهو انسان ۾ ڪاوڙ پيدا فرمائي ٿو، ڪڏهن خوشي، ڪڏهن بُخل پيدا ڪري ٿو، ڪڏهن سخاوت، اهو سڀ اُن جو تصرف آهي. ڪينو ۽ خلوص، ڪم همتي ۽ عطا جي همت سڀ اُن جا تصرفات آهن. ڪنهن وقت به انسان ان جي تصرف کان ٻاهر نه آهي. مصنوع ۾ صانع جو تصرف هوندو آهي. ڪاني واڍي جي تصرف ۾ آهي. ڪپڙو درزيءَ جي تصرف ۾ آهي، ڪپڙو نه پاڻمرادو ڦاٽي سگهي ٿو ۽ نه سيبو ڏيئي سگهي ٿو. ڪليءَ تي پخاليءَ جو تصرف آهي. انسان به ڪڏهن خيالن سان ڀرپور ۽ ڪڏهن خالي هوندو آهي. معلوم ٿيو ته اهو به صانع جي تصرف ۾ آهي. صانع جي صنعت کي تون خود پنهنجي چشم بصيرت سان ڏس، اُن اک سان نه ڏس جنهن وٽ نه عقلي دليل آهن ۽ نه نقلي آهن. توکي خدا ڪن ڏنا آهن تون انهن سان ٻُڌ، ٻڌل ڳالهين تي ڀروسو نه ڪر، تحقيقي نظر وجھ. تقليدي نظر ڪافي نه آهي، تون هيءَ قصو ٻڌ تان ته تحقيق ۽ تقليد جي فرق کي چڱي طرح سمجهي سگهين.

چوں زبانِ حسد شود نخاس
یوسفؑ یابی ازگزِ کرباس

ترجمو: "جڏهن حسد غلامن جي وڪري جا واڪ ڏيندو هجي ته تون ڪپڙي جي هڪ گز عيوض يوسف عليه السلام کي حاصل ڪري وٺندين."

يوسف عليه السلام جي ڀائرن جي حاسدانه دلاليءَ جي ڪري خريدارن کي ايتري قدر زياده حُسن غير اهم ٿي لڳو ۽ اهي منجهس دلچسپي نه پيا وٺن.

خوارزم شاهه گهوڙي کي تقليدي نظر سان ڏٺو، فوراً عماد الملڪ جي چوڻ سان اُن جو خيال بدلجي ويو، جيڪڏهن تحقيق جي نظر کان ڪم وٺي ها ته گهوڙي کان محروم ڪونه رهي ها.

حڪيم سنائي مشهور صوفي شاعر آهي "الاهي نامہ" سندس مشهور ڪتاب آهي. مٿي ذڪر ڪيل شعر "الاهي نامہ" جو آهي. جيڪڏهن غلامن جو واپاري يا دلال حاسد هجي ته غلام غير اهم ٿي ويندو آهي ۽ معمولي قيمت ۾ وڪامي ويندو آهي. حضرت يوسف عليه السلام جهڙي غلام جي قيمت به هڪ گز ڪپڙو وڃي رهندي آهي. حضرت يوسف عليه السلام جا ڀائر جيئن ته حاسد هئا انهيءَ ڪري خريدار ڪيس وٺڻ جا وڏيڪ شائق نه بنيا.

بود امیرے را یکے اسپ گزیں
در گلہ سلطاں نبودش یک قریں

ترجمو: "هڪ سردار جو هڪ خاص گهوڙو هو. بادشاهه جي طنبيلي ۾ اُن جي جوڙ جو ڪو گهوڙو ڪونه هو."

سردار جو ايتري قدر خاص گھوڙو هو جو اُن جھڙو گھوڙو بادشاھ وٽ بہ ڪونہ هو. اهو صبح جو جلوس ۾ سوار ٿيو. خوارزم شاھ اوچتو گھوڙو ڏٺو. بادشاھ جلوس جي واپسيءَ تائين اُن کي ڏسندو رهيو. گھوڙي ۾ چُستي ۽ ڪيس تيزيءَ ڪان سواءِ ٻيون بہ خوبيون هيون. بادشاھ کي حيراني ٿي تہ اهو گھوڙو ڪھڙو آهي جو اُن چريو بنائي ڇڏيو آهي. اٺون سير چشم آهيان ۽ بي نياز آهيان، منھنجي اک ۾ سوين سجن جي روشني آهي پر انهن ڳالهين جي باوجود هڪڙي گھوڙي منھنجي عقل کي حيران ڪري ڇڏيو آهي، اها تہ الله تعاليٰ جي سحرڪاري آهي ۽ اُن جي اها ڪشش آهي، گھوڙي جي عمدگي جي اها ڪشش نہ آهي. گھوڙي جي خيال کي دور ڪرڻ لاءِ هُن سوره فاتحہ ۽ لاحول پڙهڻ شروع ڪئي پر فاتحہ بہ اُن جي درد ۾ وڌيڪ اضافو ڪيو. الله تعاليٰ جڏهن پنھنجي ڪنهن غير کي حسين بڻائيندو آهي تہ ان جي صورت هيءَ ٿيندي آهي جو انسان گھوڙي ۽ ڍڳي جي بُت کي پوڄڻ لڳندو آهي. اهو ڪافر ان بُت کي عديم المثال سمجھڻ لڳندو آهي، حالانڪ اهو جاندار آهي ۽ نہ اُن ۾ ڪو شان شوڪت آهي. اهو انسان جي لاءِ ڪشش واري ڪھڙي شيءِ آهي جيڪا مخفي آهي ۽ عالم غيب مان هن جهان ۾ اچي انسان کي متاثر ڪري ٿي. ان کي نہ عقل سمجھي سگھي ٿو ۽ نہ روح، اهو قدرت جو راز آهي جنهن ۾ بحث ڪرڻ بہ ممنوع آهي.
جڏهن خوارزم شاھ واپس آيو تڏهن هُن پنھنجي خاص ماڻهن سان مشورو ڪيو ۽ سپاهين کي روانو ڪيو تہ ان سردار جو گھوڙو زوريءَ ڪاهي اچن. اهو سردار بہ سرڪش هو پر سپاهين جي اڳيان ان جي ڪابہ نہ هلي. اهو سردار ان گھوڙي جي ڏک ۾ مرڻ جھڙو ٿي ويو هو ۽ سوچيائين تہ ان مصيبت کي فقط عماد الملڪ ئي ٽاري سگھي ٿو، ڇاڪاڻ تہ اهو ماڻهن جو همدرد آهي ۽ خوارزم شاھ عِماد الملڪ جي گھڻي عزت ڪري ٿو ۽ اُن جي چوڻ کي نبيءَ جي فرمان جھڙو سمجھندو آهي. اهو بي طمع ۽ نيڪ هو. رياضت ڪرڻ وارو شب بيداري ۽ سخاوت ۾ حاتم جھڙو هو. برڪت وارو مدبر، منصف ۽ وڏو سخي هو. الله تعاليٰ ڪان اهڙي طرح فيض ڪسب ڪندو هو جھڙي طرح چنڊ سج ڪان فيض حاصل ڪندو آهي. امير هو پر پنھنجو پاڻ کي غريبن ۾ شمار ڪندو هو ۽ انهن جو دل گھريو هو. هر محتاج جي لاءِ پيءُ جھڙو هو. اهو بادشاھ جي اڳيان سفارشي ۽ نقصان کي دفع ڪرڻ وارو هو. بُرن جي برائي کي الله تعاليٰ جي بردباري وانگر لڪائيندو هو. ايتري قدر بهادر هو جو اڪيلو جبلن ڏانهن هليو ويندو هو، جتي قاتل ڏاڙيل ۽ درنده گھڻا هوندا آهن. جيڪڏهن هو هڪ وقت ۾ سوَ سفارشون بہ ڪندو هو تہ بادشاھ اُن جي ڳالھ ٽارڻ ۾ شرم محسوس ڪندو هو. اهو سردار جنهن جو گھوڙو ڦُريو هو، عماد الملڪ جي دربار ۾ مٿي اگھاڙو زمين تي ڪري پيو. عماد الملڪ کي عرض ڪيائين تہ بادشاھ کي چئو تہ منھنجي محبوبہ ٻانهي ۽ سڀ مال زر ۽ زيور ڪٽي ۽ لٽڻ وارن کي لُٽڻ جو حڪم ڏي پر منھنجو گھوڙو ڇڏي ڏي. ڇاڪاڻ تہ منھنجي جان ۽ ساھ اُن ۾ اٽڪيل آهي. ان ڪانسواءِ آءٌ زنده نہ رهي سگھندس. الله تعاليٰ منھنجي دل ۾ ان جي محبت پيدا ڪئي آهي. جيڪڏهن اهو مون وٽان هليو ويو تہ آئون مري ويندس. انهيءَ ڪري توهان مسيحائي ڏيکاريو. جيڪڏهن بادشاھ گھر ٻار نقد جائيداد وٺي تہ آئون صبر ڪندس ۽ اڪيون ملينديي ماٺ ڪندس. عماد الملڪ بادشاھ جي دربار ۾ بيٺي دانهيو ۽ چئي رهيو هو تہ اي خدا جيتوڻيڪ ان سردار جي هي غلطي آهي جو اُن توکي ڇڏي منھنجي پناھ ورتي آهي. اي خدا! تون ان جي خطا تي گرفت نہ فرماءِ ۽ پنھنجي شايان شان ان سان معاملو فرماءِ. ڪنهن قيدي جي ذريعي قيد ڪان ڇوٽڪارو گھرڻ بيوقوفي آهي. مخلوق ڪان ڪجھ گھرڻ تہ ائين آهي جيئن هڪ پنڻ وارو ٻئي ڪان پني. خدا جي هوندي ٻانهي ڪان مدد گھرڻ ائين آهي جيئن ڪو سج جي هوندي ميڻ بتي ۽ ڏيئي ڪان روشني حاصل ڪري. يقيناً انسان جو اهو فعل خدا جي شان ۾ گستاخي آهي. اهو شيطاني نفس جي خواهش آهي پر گھڻا انسان ڇمڙي صفت آهن. مسبب الاسباب ڪان قطع نظر ڪري اسبابن سان تعلق پيدا ڪن ٿا. حالانڪ هي سمجھڻ گھرجي تہ اسبابن سان جيڪي حاصل ٿيندو آهي اهو بہ ان جو ئي ڏنل آهي. ڇمڙو جيڪو ڪيڙو ڪائي ان کي سج جي روشنيءَ پاليو آهي. سج پنھنجي دشمن

چمڙي کي غذا ڏي ٿو. خدا ڪافرن کي به رزق پهچائي ٿو. اسباب تي ڀروسو ڪرڻ وارا به مسبب الاسباب جي سهاري مقصد حاصل ڪري رهيا آهن. عوام اسباب تي اعتماد ڪري پر خواص جو اهو جرم آهي. چمڙو رات جو رزق ڳوليندو آهي. باز جيڪڏهن ائين ڪندو ته مجرم آهي. سچ باز کي چوندو: چمڙي ۾ ته بيماري هُئي جنهن جي ڪري اُن جي روش غلط ٿي پر تو چو غلطي ڪئي. انهيءَ ڪري باز سزا جو حقدار آهي تان ته اهڙي غلطي ٻيهر نه ڪري.

## حضرت يوسف عليه السلام جي آزمائش

خواصَ جيڪڏهن اسباب تي ڀروسو ڪن ته مجرم آهن مولانا ان کي حضرت يوسف عليه السلام جي واقعي سان ثابت فرمايو آهي. حضرتِ يوسف عليه السلام آزاديءَ جي اميد هڪ قيديءَ سان وابسته ڪئي ته سزا مليس ۽ ڪيس وڌيڪ جيل خاني ۾ رکيو ويو.

آنچنانکه يوسف ع از زندانيے

بانيازے خاضعے سعدانيے

ترجمو: ”حضرت يوسف عليه السلام هڪ قيدي کان (مرد تي چاهي) جيڪو عاجز، پست ۽ غم ۾ غلطان هو.“

حضرت يوسف اُن قيديءَ کي چيو ته جڏهن هو ٻاهر نڪري ته بادشاهه سان منهنجو ذڪر ڪري تان ته مونکي به هن قيدخاني مان ڇڏائي.

قرآن شريف حضرت يوسف جو مقولو نقل ڪيو آهي ته وَقَالَ لِلَّذِي ظَنَّ أَنَّهُ نَاجٍ مِّنْهُمَا اذْكُرْنِي عِندَ رَبِّكَ (يوسف:42) ”۽ چيائين ان ماڻهوءَ کي جنهن جي باري ۾ گمان ڪيائين ته اهو ٻنهي مان آزاد ٿيڻ وارو آهي، ته پنهنجي مالڪ وٽ منهنجو ذڪر ڪج.“ ان شخص کي چيائين ته عزيز مصر وٽ منهنجو ذڪر ڪج. دنيا جي ماڻهن کان مدد وٺڻ قيديءَ کان آزادي جي مدد گهرڻ برابر آهي. انسان کي مرڻ تي دنيا جي قيدخاني مان ڇوٽڪارو ملي ٿو. ها، ڪنهن الله واري انسان کان مدد گهري سگهجي ٿي. جيئن ته حضرت يوسف عليه السلام کان اها لغزش ٿي انهي ڪري ڪيس وڌيڪ قيد ڀوڳڻو پيو. قرآن شريف ۾ آهي ته: فَأَنسَاهُ الشَّيْطَانُ ذِكْرَ رَبِّهِ (يوسف:42) ”۽ ان قيدخاني مان ڇٽڻ واري کي شيطان پنهنجي مالڪ وٽ ذڪر ڪرڻ وساري ڇڏيو.“ اها معصيت نه هئي ذلت هئي. قرآن شريف ۾ بضع جو لفظ آيو آهي، جيڪو ٽن سالن کان نون سالن تائين جي مدت جي لاءِ ڳالهايو ويندو آهي، پر بزرگ روميءَ ان کي ست سال شمار ڪيو آهي. حضرت يوسف عليه السلام تي ناراضگي جو اظهار هن طريقي تي ڪيائين ته اسان جي طرفان تنهنجي مدد ۾ ڪهڙي ڪمي آئي هئي جو تو ٻين کان مدد گهري؟ عوام ته انڌو آهي اهو ٻين کان مدد وٺي ٿو، ان تي عتاب نه آهي. اي يوسف، تنهنجون اکيون ته کليل هيون. جيڪڏهن چمڙو اونداهه چاهي ته ايترو قصور وار نه آهي جيترو بادشاهي باز قصور وار آهي. مشهور چوڻي آهي: حَسَنَاتُ الْأَبْرَارِ سَيِّئَاتُ الْمُقَرَّبِينَ ”نيڪن جون نيڪيون دربار جي مقربن جون برايون آهن.“ يعني اها ئي ڳالهه جنهن تي نيڪن کي ڪرڻ تي ڀلائي ملي ٿي جيڪڏهن ساڳي ڳالهه مقرب بارگاهه ڪن ته انهن تي گرفت ٿئي ٿي. حضرت يوسف عليه السلام محبوبِ خدا هو، انهيءَ ڪري ان سزا ۾ به ان کي راحت ڏني وئي هئي. ان قيد جي حالت ۾ به مٿس اهي تجليون هيون جو نه هو قيدخاني کي قيدخانو سمجهندو هو ۽ نه اُتي جي اونداهه کي اونداهه سمجهندو هو. ان تي تعجب نه ڪر، ماءُ جي رحم کان وڌيڪ اونداهه وارو ڪهڙو قيدخانو هوندو پر خدا اُن رحم جو دروازو پاڻ ڏانهن کولي ڇڏيندو آهي ۽ ٻار ڪهڙي طرح خوش و خورم رهي ڪري وڌندو آهي. ان رحمِ مادر جي قيدخاني ۾ ٻار جي حواس جا گُل ٽڙندا آهن. ٻار ان رحم مان نڪرڻ پسند نه ڪندو آهي. پيدائش جي وقت پوئتي ڀڄندو آهي. لذت جو مدار خارجي اسباب تي نه آهي، پر سُڪونِ قلب تي آهي. دولت ۽ قلعن ۾ لذت جي تلاش بي وقوفي آهي. جنهن کي الله تعاليٰ سُڪون ڏيندو آهي اهو مسجد جي ڪنڊ ۾ به مست رهندو

آهي. ورنه باغ ۾ به تڪليف وارو هوندو آهي. معلوم ٿيو ته لذت قلعي ۽ محل ۾ نه آهي. انهيءَ ڪري تون هن جسم جي قلعي کي مجاهدي سان برباد ڪري ڇڏ، پوءِ ڏس ته ويراني ۾ توکي ڪهڙو خزانو ملي ٿو. شرابي کي ان وقت لذت اچي ٿي جڏهن بزم شراب خراب ۽ ان جا حواس ويران ٿي ويندا آهن. جسم جي نقش و نگار جي پسنديدگيءَ جي ڪري ان جي ويراني کان گهبراءِ، ڇاڪاڻ ته اِن کي ويران ڪرڻ ڪانپوءِ اُن مان گهڻو قيمتي خزانو برآمد ٿيندو. هن گهر جي بنياد ۾ خزانو مدفون آهي ۽ هي حسين اُن جو پردو آهي. سيني ۾ جيڪا حسين تصوير اُڀري ٿي هي ان اصل خزاني جو عڪس آهي. جهڙي طرح انسان گِجيءَ جي ڪري اصل پاڻيءَ جي نظاري کان محروم رهندو آهي، اهڙي طرح هن جسم جي نقش و نگار جي ڪري روح جي خزاني جي لطف کان محروم آهي. انسان جو بدن روح جي خزاني جو پردو ۽ حجاب آهي. جڏهن هي معلوم ٿي ويو ته اسان جو جسماني نقش و نگار ئي روح جي خزاني جي ديدار کان محروميءَ جو سبب آهي ته پوءِ هيءَ مثال اسان تي بلڪل سچو اچي ٿو، ته اسان جون مصيبتون خود اسان جون پيدا ڪيل آهن. ڦيڻ يا گِجيءَ جا پوڄاري ان گجيءَ جي پردي جي ڪري پاڻيءَ کان محروم آهن. مسبب الاسباب جي هوندي اسبابن تي توڪل ڪرڻ اسان جو چمڙي وارو ڪم آهي. انهن اسباب پرستن کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪر، تان ته تو تي ڀروسو ڪن. جنهن جو گهوڙو ڦُريو هو اُن نوجوان منهنجو سهارو ڳوليو آهي اها ان جي غلطي آهي. عماد الملڪ جي دل ۾ اهي ڳالهيون جوش ڪري رهيون هيون. هُن جو جسم بادشاهه جي اڳيان هو ۽ روح غيب جي چمن زادن ۾ مشغول هو. ملائڪن وانگر هُن جو روح ان مقام ۾ هو، جتان خدا سان ڳالهه ٻولهه ٿي رهي هئي. هم ڪلامي جي ان مستيءَ سان ان جي باطن ۾ سرور هو ۽ جسم ان مظلوم جي ڪري غمگين هو. ان تنگ لحد جهڙي جسم ۾ هڪ خوشيءَ جو جهان هو. اُن گهوڙي جي باري ۾ عالم غيب جو فيصلو ڪهڙو ٿئي ٿو؟ عماد الملڪ جڏهن ان گهوڙي کي ڏٺو ته واقعي اهو بي نظير گهوڙو هو. ايتري قدر حسين رنگ هيس جو نظرون ڇڪي ٿي ورتائين. معلوم ٿيو ٿي ته اهو گهوڙو گهوڙيءَ ۽ گهوڙي مان پيدا نه ٿيو آهي پر چنڊ ۽ وچ مان پيدا ٿيو آهي. معلوم ائين ٿيو ٿي ته اهو جَون ۽ داٿي بدران تيز هوا تي پليو آهي. جڏهن حضورﷺ کان گهٽ درجي واري چنڊ جي رفتار اکين ڏٺي آهي ته حضورﷺ جي معراج واري سير تي ڪهڙو شُبهو ٿي سگهي ٿو. حضورﷺ جو درجو ته هي آهي جو چنڊ سندن آڱر جي اشاري سان ٻه ٽڪر ٿي ويو. اهو تعجب خيز معجزو چنڊ ۾ هن ڪري ڏيکاريو ويو ته اسان جو ضعيف احساس ان جو ادراڪ ڪري سگهيو ٿي. پاڻ سڳورنﷺ جا اهي ٻه عجائب آهن جيڪي اسان جي احساس ۽ ادراڪ ۾ سمائجي نٿا سگهن. انبيائن جا اصل معجزا ماديات کان سواءِ آهن. تون ان مادي دنيا کان نڪري، وري انبيائن جي عجائب جو نظارو ڪر. ان ماديات ۾ رهندي تنهنجو مثال آني اندر ٻچي جهڙو آهي جيڪو فضا جي پکين جي تسبيح نٿو ٻڌي سگهي. معجزن جي بحث جي هتي گنجائش نه آهي. گهوڙي ۽ خوارزم شاهه ۽ اُن واقعي جي ڳالهه ڪرڻ گهرجي. الله تعاليٰ جي مهرباني جو سج جنهن تي چمڪي وڃي ٿو اهو ڪتو هجي يا گهوڙو ان ۾ اصحابِ ڪهف جو شان پيدا ٿي ويندو آهي پر اُن چمڪ کي هڪ جهڙو نه ڇئو، پٿر ۽ لعل جي صلاحيتن وانگر هنن ۾ به فرق آهي. لعل ۽ موتي ان چمڪ مان خزانو حاصل ڪندو آهي. پٿر ۾ فقط گرمي ۽ تابش پيدا ٿيندي آهي.

سج جي روشني قبول ڪرڻ ۾ ديوار ۽ پاڻيءَ جي سطح خصوصاً جڏهن ته اها متحرڪ هجي برابر نه آهي.

**بادشاهه، گهوڙي ۽ عماد الملڪ جي قصي ڏانهن رجوع**

چوں دمے حیراں شد از وے شاہ فرد

روی خود سوی عماد الملک کرد

ترجمو: "جڏهن ٿوري دير شاهه ان کان حيران ٿيو، ته هُن پنهنجو مُنهن عماد الملڪ ڏانهن ڪيو."

اُن گهوڙي جي حسن تي ٿوري دير بادشاهه حيران رهيو. پوءِ عماد الملڪ ڏانهن مُنهن ڪري چيائين تہ اهو گهوڙو زمين جي پيداوار نہ آهي شايد بهشت مان آيو آهي. عماد الملڪ بادشاهه کي چيو تہ توهان جي پسنديدگي سان شيطان بہ ملائڪ بنجي ويندو آهي. گهوڙي ۾ هيون خوبيون تہ آهن پر اُن جو مٿو ننڍو آهي. مٿو ڏڪي جهڙو لڳي ٿو. جيئن تہ عماد الملڪ جو مطلب ان گهوڙي کي خراب چوڻ سان وابستہ هو انهي ڪري هُن گهوڙي کي برو چيو ۽ گهوڙي جي وقعت ڪري پيئي. مشهور آهي تہ حضرت يوسفؑ کي خريدارن معمولي قيمت تي خريد ڪيو هو.

موت جي وقت واري پريشانيءَ ۾ شيطان ايمان کي ايتري قدر حقير ڪري ڏيکاريندو آهي جو بي وقوف ماڻهو اُن کي پاڻيءَ جي هڪ ڪوئنري جي بدلي ۾ وڪڻي ڇڏيندو آهي. شيطان جو مقصد تہ ايمان کي برباد ڪرڻ آهي. ايمان جي وڪڻڻ جي قصي ۾ تعجب جي ڪهڙي ڳالهه آهي. انسان زندگيءَ ۾ بہ معمولي نفعي جي خيال تي ڪوڙ ڳالهائيندو آهي. معمولي نفعي جي عيوض سچائي کي وڪڻڻ ائين آهي جيئن بيوقوف ٻار موتيءَ جي عيوض چند اخروٽ وٺي. اُن وقت انسان مجبور بہ نہ آهي. موت جي وقت تہ اُن کي اُڃ بہ لڳي هوندي. اهو خيال جنهن جي ڪري انسان سچائي کي وڪڻي ٿو، هڪ سڙيل اخروٽ آهي. شروع ۾ اهو خيال ڏاڍ و سٺو معلوم ٿيندو آهي پر انجام ڪار اهو حقير بنجي ويندو آهي. جيڪڏهن انسان ابتدا ۾ ئي انجام تي نظر ڪري تہ فريب کان بچي وڃي. هن دنيا جو نفعو هڪ پراڻو اخروٽ آهي ۽ اها ايتري قدر واضح ڳالهه آهي جو ان کي آزمائڻ جي بہ ضرورت نہ آهي. بادشاهه اُن گهوڙي جي موجوده حسن ۽ جمال تي نظر ڪئي تہ اُن گهوڙي جي اهڙي طرح چاهڻ سان ڪيترو وڏو ظلم ۽ انجام ڪهڙو ٿيندو. بادشاهه جي نظر هن گزن تائين ڏسي رهي هئي ۽ اُها بہ آڏي سوراخ مان. عماد الملڪ جي نظر پنجاهه گزن تائين ڏسي رهي هئي. الله تعاليٰ جنهن کي بصيرت عطا فرمائيندو آهي تہ اهو اهڙو سُرمو آهي جو سو پردن جي پويان بہ شيءِ ڏيکاريندو آهي. حضورﷺ جن دنيا کي جيڪو مردار چيو اهو انجام ڪار جي اعتبار سان چيو آهي. عِماد الملڪ جي فقط هن چوڻ سان تہ ان گهوڙي جو مٿو ناقص آهي اهو گهوڙو بادشاهه جي دل تان لهي ويو. بادشاهه پنهنجي اک ۽ ڳالهه تي عماد الملڪ جي اک ۽ ڳالهه کي ترجيح ڏني. جيئن تہ عماد الملڪ نيازمنديءَ سان دعا ڪئي هئي تہ بادشاهه کان اهو ظُلم سرزد نہ ٿئي انهي ڪري سندس ڳالهه کي ان دعا جي منظوريءَ جو هڪ سبب ۽ بهانو بنائي ڇڏيو. بادشاهه جو گهوڙي کي ناپسند ڪرڻ جو اصل سبب الله تعاليٰ آهي. ڇاڪاڻ تہ اُن اصل دروازو جيڪو اُن جي حسن کي ڏسڻ جو هو، بند ڪري ڇڏيو ۽ عماد الملڪ اُن جي هڪ ظاهري علامت هو. جڳهہ جون شيون دروازي بند ڪرڻ سان لِڪي وينديون آهن ۽ جنهن شخص دروازو نہ ڏٺو هجي اهو دروازي بند ٿيڻ جي آواز کي مشين جي بند ٿيڻ جو سبب سمجهي ٿو.

عماد الملڪ جي ڳالهه کي الله تعاليٰ نظر جو پردو بنايو ۽ بادشاهه جي نظر کان گهوڙي جو حُسن پوشيده ٿي ويو. انسان جي ڳالهه جا نتيجا عالمِ آخرت ۾ نمودار ۽ ظاهر ٿيندا آهن. تون پنهنجي آواز کي دروازي جو آواز سمجهه ۽ سُڃاڻ تہ ان آواز سان دروازو بند ٿيو آهي يا کُليو آهي. انسانن جي در جو آواز جيڪو انهن جي گفتگو آهي محسوس ٿئي ٿو. اهو جنهن دروازي جي کلڻ ۽ بند ٿيڻ جو آواز آهي اهو دروازو نظر نٿو اچي. اهو عالمِ غيب ۾ آهي. انسان ڪا دانائي جي ڳالهه ڪري ٿو تہ جنت جو دروازو کُلي ٿو. بُري لفظ جو آواز دوزخ کولي ٿو. جڏهن توکي دروازو نظر نٿو اچي تہ اُن جو آواز ٻُڌ ۽ ان جي ذريعي ان دروازي کي سمجهه. جڏهن انسان نيڪي ڪري ٿو تہ اُن جو محل جنت ۾ تيار ٿيندو آهي. جڏهن انسان گناهه ڪري ٿو تہ جنت جي نعمتن کان محروم ٿي وڃي ٿو. دنيا جي فاني نعمتن کي پنهنجي چشمِ بصيرت سان ڏس. دنيا دارن جي ڳالهه جو اعتبار نہ ڪر، اهي گڏهہ آهن جيڪي توکي مردار ڏانهن وٺي وڃن ٿا. الله تعاليٰ توکي بہ چشمِ بصيرت عطا ڪئي آهي، تون تڪلّف سان انڌو نہ ٿيءُ ۽ انڌن وانگر پُڇا نہ ڪر. جنهن کي تون پنهنجو رهبر بنائي رهيو آهين اهو دنيادار توکان وڌيڪ انڌو آهي. جيڪڏهن تون مجتهد نہ آهين

تہ الله جي رسي پڪڙ ۽ اُن جي ڪليل احڪامن جي پابندي ڪر. الله جي رسي نفس جي خواهشن کي ترڪ ڪرڻ آهي. قوم عاد انهن نفساني خواهشن جي ڪري تباهہ ٿي ۽ انهن تي آنڌي ۽ طوفان جو عذاب آيو. هر جاندار نفساني خواهش جي ڪري مصيبت ۾ گرفتار ٿيندو آهي. مڇي جيڪڏهن ڳالهہ جي لالچ نہ ڪري تہ ڪڏهن بہ ڪُنڍيءَ ۾ ڦاسي، تڏيءَ تي ڪونہ پُڄجي ها. عورتون بہ ان لالچ سان خواهش ۾ مبتلا ٿين ٿيون. چوڪيدار جي ڪاوڙ انسان تي اُن نفساني خواهش جي ڪري نازل ٿئي ٿي ۽ ڪيس سزا ان جي ڪري ملي ٿي. تون دنياوي چوڪيدار کي ڏسين ٿو، آخرت جي چوڪيدار کي بہ مدنظر رک. روح جي لاءِ عذاب جا اوزار آهن جيڪي مرڻ کانپوءِ نظر ايندا. جڏهن تون عالمِ آخرت جي وسعتن ۾ پهچندين تڏهن هن دنيا کي شِڪنجو سمجهندين. ڇاڪاڻ تہ ضد کي ڏسي ڪري ضد پوري طرح سمجهہ ۾ ايندو آهي. ڪوهہ جو ڏيڏر جيستائين باغ جو سير نٿو ڪري تيستائين نہ اُن کي ڪوهہ جي تڪليف جو احساس ٿئي ٿو، نہ باغ جو لطف حاصل ٿئي ٿو. جڏهن تون نفساني خواهش کي ترڪ ڪندين تہ آخرت جي نعمتن جو لطف محسوس ڪرڻ لڳندين. پنهنجي نفساني خواهش تي نہ هل، خدا جي دربار ۾ جنت جي چشمي سلسبيل جي تمنا ڪر. گاهہ وانگر نفساني خواهشن جو تابعدار نہ ٿيءُ! گاهہ هوا جي جهونٽي سان ڪري پوندو آهي. جيڪو نفساني خواهش کي ڇڏيندو اهو عرش جي پاڇي ۾ هوندو.

بادشاهہ کي هاڻي احساس ٿيو تہ اُن سردار کان گهوڙو ڦُرڻ ظُلم آهي. پوءِ بادشاهہ عماد الملڪ کي مخاطب ٿي چيو تہ مون جهڙي شينهن کي، گهوڙي جي مٽي کي ڏڪي جي مٽي جهڙو ڇئي دوکو نہ ڏي. الله تعاليٰ گهوڙي تي ڏڪي کان سِرِ ۾ ڪونہ هٽندو آهي. الله تعاليٰ انساني جسم کي قلعي وانگر تعمير فرمايو آهي ۽ اهو انساني جسم هلندڙ ڦرندڙ قلعو آهي. انساني جسم ۾ هڪ جهان آهي. صوفين انسان کي عالم اڪبر چيو آهي ڇاڪاڻ تہ جهڙي طرح سڄي ڪائنات اسماءِ الاهيءَ جو مظهر آهي، اڪيلو انسان انهن سڀني جو مظهر آهي. الله تعاليٰ جا تصرف انساني جسم تي بصورت قبض و بسط جي طاري ٿين ٿا. پوءِ قبض سان اهو سُٺي کي خراب ڏسندو آهي ۽ بسط جي ذريعي بُري کي سٺو ڏسندو آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ جي تجلي قبض ۽ بسط ۾ مختلف صورتون ڏيکاريندي آهي انهيءَ ڪري حضور ﷺ دعا گهري تہ سُٺي کي سٺو ۽ خراب کي خراب ڏيکار. اها دعا هن لاءِ آهي تہ زندگيءَ جو ورق بدلجڻ کانپوءِ شرمندگي نہ ٿئي. بادشاهہ جي دل مان گهوڙي جي محبت پري ڪرڻ جي لاءِ الله تعاليٰ اها تدبير سيکاري هئي. ڀلائي جي لاءِ حيلو ڪرڻ ڀلائي آهي. بُرائي جي لاءِ حيلو ڪرڻ بُرائي آهي. انسان کي پنهنجي ڪنهن تدبير تي مغرور نہ ٿيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ انهن تدبيرن جو سرچشمو الله تعاليٰ جي تدبير آهي ۽ انسان جو قلب الله تعاليٰ جي ٻن آڱرين جي وچ ۾ آهي. اهو جهڙي طرح چاهيندو آهي اُن کي ڦيرائيندو آهي. جيڪا ذات توکي اهو حيلو سيکاري ٿي، اها تنهنجي علم کي ضايع بہ ڪري سگهي ٿي.

**مددگار ۽ مقروض پرديسيءَ جي قصي ڏانهن واپسي**

**بےنہایت آمد ایں خوش سرگذشت**
**چوں غریب از گورِ خواجہ بازگشت**

ترجمو: ”هيءُ ڀلو قصو رهجي ويو. اهو پرديسي جڏهن خواجہ جي قبر تان موٽيو...“

اهو مددگار اُن پرديسيءَ کي گهر وٺي ويو، سؤ دينارن جي ٿيلهي جنهن تي مُهر لڳل هئي اُن پرديسيءَ کي ڏنائين. پرديسيءَ کي ڪاڏو ڪارايائين ۽ اهڙا قصا ٻڌايائين جنهن سان اُن جو غم هلڪو ٿيو. اُن کي پنهنجا اهڙا قصا ٻڌايائين جن ۾ پريشانين کانپوءِ راحت ۽ آرام ميسر ٿيو هو، تان تہ پرديسيءَ جي تسلي ٿي وڃي. هو ان پرديسيءَ کي اڌ رات تائين قصا ٻڌائيندو رهيو پوءِ اُن کي ننڊ اچي وئي. ننڊ ۾ انسان جو روح هيڏانهن هوڏانهن سير ڪندو آهي.

سُمهڻ جي حالت ۾ مددگار محتسب کي خواب ۾ ڏٺو ته اهو هڪ جاءِ جي وچ تي ويٺو آهي. محتسب خواب ۾ اُن مددگار کي چيو ته ان پرديسيءَ منهنجي قبر تي جيڪي ڳالهيون چيون اهي مون سڀ ٻڌيون آهن. مردو سڀ ڳالهيون ٻڌندو آهي جواب نٿو ڏيئي سگهي. مردن کي ڳالهائڻ جي اجازت هن ڪري نه آهي ته اهي رازن کان واقف ٿي چڪا آهن. جيڪڏهن ڳالهائيندا ته غيب جا اسرار کُلي ويندا. جيڪڏهن تڪوينيات جا سڀ راز کلي ويندا ته جهان جو نظام درهم برهم ٿي ويندو. عالم جو نظام انسان جي غفلت جي پردن سان هلي رهيو آهي. راز کُلڻ سان ترڪ عمل ٿي ويندو. حقيقت کُلڻ تي غلط دعويٰ نٿي ٿي سگهي. ڏٺل شيءِ جيڪا اڻ ڏٺي بنيل آهي اها ان غفلت جي پردي جي ڪري آهي. مُحتسب خواب ۾ چيو ته جيتوڻيڪ اسان جا ڪن ختم ٿي ويا آهن پر هاڻي اسين هم تن ڪن آهيون. اسين بغير زبان جي مجسم گويائي آهيون پر ڳالهائڻ جي اجازت نه آهي. اسين مجسم اک آهيون اک کان سواءِ. جيئن مردا ٻڌندا آهن ۽ ڏسندا آهن اسين به ابر ۽ غبار کان آجا سچ آهيون جنهن جو ادراڪ ڏاڍو قوي آهي. اِن جي باوجود ته اسين هيچ آهيون پر قُرب جي اعتبار سان اسان جو الله تعاليٰ جي ذات سان اتحاد آهي. هاڻي اسان جي ذات گناهن جي ڪدورت کان صاف ٿي چڪي آهي ۽ اسانکي معافي جي حالت ۾ دوامي زندگي حاصل ٿي ويئي آهي. اسان جيڪو عمل دنيا ۾ ڪيو هاڻي اُن جا نتيجا ڏسي ورتا آهن. هي جهان پردو آهي ۽ هو جهان ظاهر آهي. جنهن ڏينهن هاري ٻج پوکيندو آهي اهو ٻج کي زمين ۾ ڍڪيندو ۽ پکيڙيندو آهي. دنيا پوک جو وقت آهي، ڍڪيل ٻج جو نتيجو ظاهر ٿيندو آهي. آخرت ان جو مثال آهي.

### خواب ۾ خواجہ جو اُن مددگار کي مقروض دوست جي قرض جي ادائيگيءَ جو طريقو ٻڌائڻ

مُحتسب مددگار کي خواب ۾ ٻڌايو ته مون مقروض پرديسي جي قرضن کي ادا ڪرڻ جي لاءِ گهڻو سامان فلاڻي جڳهه تي رکي ڇڏيو آهي، منهنجي وارثن کي چئو ته اهو هن مسافر کي ڏين ۽ اُن مان پاڻ ڪجهه به نه ڪڻن.

بشنو اکنوں دادِ مہمانِ جدید

من ہمی دیدم کہ او خواہد رسید

ترجمو: "هاڻي نئين مهمان جي بخشش جو حال ٻُڌ، مون سمجهيو ته اهو ايندو."

هاڻي اهو قصو ٻڌ ته محتسب ان پرديسيءَ جو قرض ادا ڪرڻ لاءِ ڪهڙي طرح عطا ڪئي. مُحتسب چيو ته آئون سمجهي ويو هئس ته اهو پرديسي مقروض ٿي ڪري مون وٽ ضرور ايندو. آئون ٻڌي چُڪو هئس ته اهو مقروض ٿي ويو آهي، مون اُن جي لاءِ به ٽي موتي ٻڌي رکي ڇڏيا آهن. اهي موتي ايتري قدر قيمتي آهن جو انهن سان هن جو قرض ادا ٿي ويندو ۽ بچي پوندا. مون کي معلوم ٿي ويو ته اُن تي نَو هزار دينار قرض آهي. هو انهن موتين مان ڪجهه موتي وڪڻي قرض ادا ڪري، جيڪو بچي اهو به خرچ ڪري ۽ مون کي دعاءِ خير ۾ ياد رکي تان ته ڪنهن کي خبر نه پوي ۽ اهو شرمندو نه ٿئي، پر مون کي موت اهو موقعو ڪونه ڏنو. اهي موتي لعل ۽ ياقوت هڪڙي پيالي ۾ رکيل آهن ۽ اُن پيالي تي مون اُن جو نالو لکي ڇڏيو آهي ۽ اهو پيالو فلاڻي جاري ۾ دفن ٿيل آهي. اهي تمام قيمتي آهن. ڪو ماڻهو ڏوڪو ڏيئي ڪانئس سستو نه وٺي وڃي. وڪڻڻ ۾ پنهنجي لاءِ ٽن ڏينهن جو اختيار رکج جيڪڏهن قيمت گهٽ لڳي ته سوئدو ٽوڙي ڇڏج. واپس وٺڻ ۾ هن کان نه ڊڄ، ته انهن جي قيت گهٽجندي. محتسب اُن مددگار کي هي به چيو. ته منهنجي وارثن کي منهنجا سلام ڏي ۽ اها منهنجي وصيت انهن کي پهچائي ڇڏ، وارثن کي هن ڪري چئج ته ايتري قدر زياده مال هڪ پرديسيءَ کي ڏيڻ کان نه گهٻرائين.

جيڪڏهن پرديسي هيئن چوي ته ايتري مال جي مونکي ضرورت نه آهي ته انکي چئجو ته مال وٺي ڪنهن هٿي کي ڏيئي ثواب حاصل ڪري. وصيت ڪرڻ جڻ ڏيڻ آهي، جيڪو مون ڏنو آهي ان مان ذرو به واپس نه وٺندس. ٽڻ مان

ڏُڌل کير واپس نٿو ٿئي. حضور ﷺ عطيو ڏيئي ڪري واپس وٺڻ واري کي اُن ڪتي جي مثل قرار ڏنو آهي جيڪو اُلٽي ڪري پوءِ چٽي ٿو. جيڪڏهن اهو عطيو قبول نہ ڪري ۽ دروازو بند ڪري ڇڏي تہ اُن جي در تي مال ڇڏي ڏجو تان تہ واٺهڙو اُن کي ڪٽي وڃي. اُن کي گهرجي تہ اهو عطيو وٺڻ کان انڪار نہ ڪري ڇاڪاڻ تہ مخلص جو هديو واپس ڪرڻ خراب عمل آهي. مون ٻن سالن کان اهو مال اُن جي لاءِ رکي ڇڏيو آهي ۽ خدا وٽ ان کي ڏيڻ جي باس باسي آهي. منهنجي وارثن کي سمجهائج تہ جيڪڏهن انهن ان رقم مان ڪجهہ ورتو تہ جيترو ڪٽندا اُن جا ويهہ حصا وڌيڪ انهن کي نقصان پُهچندو. وارثن کي چئج تہ جيڪڏهن منهنجي وصيت جي ڀڃڪڙي ڪري منهنجي روح کي رنجائيندا تہ انهن تي سوين مصيبتون اينديون.

بزرگ رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ محتسب اُن مددگار کي ٻہ ڳالهيون ٻيون بہ چيون هيون اهي راز آهن انهن کي آئون بيان نہ ڪندس. هڪ تہ راز هجڻ جي ڪري بيان نہ ڪندس، ٻيو هيءُ بہ خيال آهي تہ بيان ڪندس تہ مثنوي تمام ڊگهي ٿي ويندي. اهو مددگار ننڊ مان خوشيءَ وچان اُٿيو ۽ ڇپٽيون وڄائي رهيو هو ۽ بشارت جي خوشيءَ ۾ غزل چئي رهيو هو ۽ ڪنهن وقت محتسب جي وفات جي ڪري رنائين پئي. رات جو گهڻو حصو گذري چڪو هو. هاٿي هندستان جو جانور آهي ٻئي مُلڪ ۾ خواب ۾ هندستان کي ڏسندو آهي تہ وطن جي ياد ۾ زنجيرون ٽوڙيندو آهي. هي بہ چوي پيو تہ مون پنهنجي دل ۾ سِج ڏٺو آهي يعني اهو محتسب جنهن الله تعاليٰ تي جان قربان ڪري ڇڏي. اهو مددگار مستي ۽ بي خودي جي حالت ۾ محتسب جون وصفون بيان ڪندي بيهوش ٿي ويو. جڏهن هو بيهوش ٿي ڪريو ۽ ماڻهو اُن جي چئني پاسن گڏ ٿي ويا. ننڊ جي حالت ۾ ان کي تمام بُلند مضمون سيکاريا ويا هئا. خواب ۾ ڪيس اهي ڳالهيون معلوم ٿيون جيڪي بيداريءَ ۾ بہ معلوم ڪونہ هيون. جيڪو بيدل يعني عاشقِ خدا هوندو آهي اهو محبوب ۽ حق جو بہ دلداده هوندو آهي. تعجب نہ ڪر. ڪائنات ۾ مشاهدو ڪر. الله تعاليٰ جي قدرت هڪ ضد کي ٻئي ضد ۾ مخفي ڪري ڇڏيو آهي. گرم پاڻيءَ ۾ باهہ لِڪل آهي جنهن جي اجزاء سان پاڻي گرم آهي. نمرود جي باهہ ۾ خليل الله جي لاءِ باغ لڪل هو. الله تعاليٰ جي راهہ ۾ خرچ سان مال ۾ اضافو ٿئي ٿو. حضور ﷺ سخاوت کي نفعو فرمايو آهي. خيرات الله تعاليٰ سان ربط پيدا ڪندي آهي ۽ هر مال ۾ برڪت پيدا ٿيندي آهي. زڪواه ڏيڻ سان برڪت ٿيندي آهي. نماز نيڪي ۽ مُنڪر جي بديءَ کان بچائڻ تي مشتمل آهي. زڪواه ڏيڻ واري جو مال ضايع نٿو ٿئي. تنهنجي نماز شيطاني بگهڙن کان محافظ آهي. وڻ جي ٽاري ۽ پنن ۾ ميوو پوشيده آهي. موت جاودان (هميشہ واري) زندگي تي مشتمل آهي. نِجاست جي روش مٽيءَ جي روزي بڻي ۽ ڀاڻ ٿي. زمين ۾ اُن غذا سان ميوو پيدا ٿيو. موجود هجڻ عدم مان وجود ۾ آيو. حضرت آدم عليه السلام ساجد ٿي ڪري ملائڪن جو مسجود بنيو. لوهہ ۽ پٿر جي ڪارڻ ۾ نور مُضمر آهي. جيڪي الله تعاليٰ کان ڊڄندا رهن ٿا اهي عذاب جي سوين مصيبتن کان محفوظ رهن ٿا. اک جي ماڻڪي ڪاري آهي ۽ اُن ۾ روشني مُضمر آهي. انسان جو جسم ڍڳي جي جسم سان مُشابهہ آهي ۽ اُن ۾ روح بمنزلہ شهزادي جي مُضمر آهي. ويراني ۾ خزانو هوندو آهي. انهن ڳالهين ۾ هيءَ حڪمت لِڪل آهي تہ خِر پير يعني شيطان صفت ماڻهو ظاهر کي ڏسي ڪري ڀڄي وڃن. شيطان حضرت آدم عليه السلام جي ظاهري جسم کي ڏٺو ۽ اُن جي باطني اوصافن تي نظر نہ ڪيائين.

### اُن بادشاهہ جي حڪايت جنهن پنهنجي ٽن پٽن کي بهترين وصيت ڪئي

بود شاهے شاه را بُد سه پسر

هر سه صاحب فطنت و صاحب نظر

ترجمو: "هڪ بادشاهہ هو. بادشاهہ کي ٽي پٽ هئا، ٽيئي سمجهدار ۽ صاحب نظر هئا."

ان بادشاه جا ٽيئي پٽ سخاوت ۽ جنگ، منهن مهانديءَ ۽ شان شوڪت ۾ هڪ ٻئي کان وڌيل هئا. جيتوڻيڪ بادشاه جي باطني اوصاف تي نظر ڪرڻ ۾ هڪ جهڙا نه هئا. شهزادا بادشاه جي اڳيان اکين جي ٺار، شمع وانگر اکين جي ٺڌاڻ هئا، پيءُ جي جسم جي ترو تازگي اولاد سان آهي. مخفي طرح سان اولاد ماءُ پيءُ جي باغ کي سيراب ڪري ٿو. اولاد جي اکين مان مخفي چشما جاري آهن جيڪي والدين جي باغيچي کي پاڻي ڏين ٿا. انهيءَ ڪري جڏهن اولاد بيمار ٿئي ٿو ۽ چشمي ۾ ڪمزوري اچي ٿي ته ماءُ پيءُ جو جسم سُڪڻ لڳندو آهي. ان حالت ۾ والدين جي جسم جو سُڪڻ ظاهر ڪري ٿو ته انهن جو وڻ اولاد جي اکين جي چشمي مان سيراب ٿيندو هو. جهڙي طرح والدين اولاد جي مخفي چشمي مان سيراب ٿين ٿا اهڙيءَ طرح انسان جي جان مخفي چشمن مان سيرابي حاصل ڪري رهي آهي. انسان جو جسم عالم جي گهٽين شين مان ٺهي ٿو. انساني جسم جي ترڪيب عالم جي گهٽن مادن مان ٿي آهي. ڪائناتِ عالم جا اجزاء انساني جسم حاصل ڪيا آهن. انسان کي هي سمجهڻ گهرجي ته اهي اجزاء جيڪي اُن جي جسم حاصل ڪيا آهن ڇا انهن کي واپس ڪرڻو ڪونهي؟ اهي چورايل اجزاء هميشه رهڻ وارا نه آهن. چوري ٿي موت جو سبب آهي. ورتل شيءِ واپس ڪرڻي پوندي آهي. تون بدن جي انهن اجزائن کي ٻه هڪ ڏينهن واپس ڪندين پر روح جو عطيو الله تعاليٰ جي طرفان آهي جيڪو مستقل ۽ باقي آهي. جسم جي اجزائن کي بيهوده، روح جي اعتبار سان چيو ويو آهي ورنه اهي به الله تعاليٰ جي تخليق آهن، انهيءَ ڪري ان جي مخلوق بيهوده نٿي ٿي سگهي.

**عارف جو ابدي زندگيءَ جي سرچشمي مان مدد حاصل ڪرڻ جو بيان**

انسان جڏهن بيوفا چشمن جي مدد تي ڀروسو ڪري ٿو ته سداحيات سرچشمي جي طلب سُست ٿي وڃي ٿي.

جيئن ته بدن جا اجزاء ورتل آهن ۽ روح عطيہ خداوندي باقي رهڻ وارو آهي ته انسان کي جسم جي چشمن کان وڌيڪ روح جي چشمن کان فيض حاصل ڪرڻ گهرجي. تنهنڪري عارف بالله جسم جي چشمن کان وڌيڪ روح جي چشمن مان فيض حاصل ڪرڻ ڏانهن توجه ڪندو آهي ۽ انهيءَ ڪري هو دارالغرور يعني دنيا کان ڇڄندو آهي.

حبّذا کاریز اصلِ چیزہا

فارغت آرد ازیں کاریزہا

ترجمو: ”خوب ڀلو چشمو آهي جيڪو شين جو بنياد آهي. اهو توکي انهن چشمن کان بي نياز ڪري ڇڏيندو.“

جيڪا نهر روح کي سيراب ڪري اها علمن جو اصل آهي، جڏهن تون اهو حاصل ڪري وٺندين ته پوءِ تون ظاهري حواسن ذريعي دريافت ڪرڻ واري قوت کان بي نياز ٿي ويندين. جيڪو چشمو گهر ۾ هجي اهو ٻاهرين واهه کان بهتر هوندو آهي. تون ٻاهرين چشمن مان لُطف حاصل ڪرين ٿو، جيڪڏهن اُنهن مان ڪنهن ۾ ڪمي به اچي وڃي ته تنهنجي خوشي ناقص ٿي ويندي آهي. جڏهن تنهنجي اندر خوشيءَ جو چشمو هجي ته پوءِ ٻاهرين اسبابن جي ضرورت ڪونه رهندي آهي. جيڪڏهن توکي اک جي ٺڌاڻ ڪنهن خاڪ ۽ پاڻيءَ جي پُتلي مان حاصل آهي ته فراق جي صورت ۾ ان جو انجام دردِ دِل آهي. جنهن قلعي ۾ ٻاهران پاڻي اچي ته امن جي حالت ۾ ته پاڻي خوب ايندو رهندو آهي پر جڏهن ٻاهران دُشمن گهيرو ڪندو آهي ۽ اُن واهه کي بند ڪندو آهي ته تنهنجي حالت تباهه ٿي ويندي آهي. گهيري ڪانپوءِ تنهنجي حالت هيءَ ٿيندي آهي جو تون اندروني کاري پاڻيءَ جي کوهه کي ٻاهر جي سوين مٺن پاڻين کان بهتر سمجهندو آهين.

موت جڏهن لذت جي سيني خارجي ذريعن کي ختم ڪري ڇڏيندو ته پوءِ خارجي بهار مان توکي ڪو نفعو نه ٿيندو. فقط اها بهار باعثِ لذت ٿيندي جيڪا يار جي ديدار سان توکي حاصل ٿي هجي. جيئن ته موت لذت جي دنياوي ذريعن کي ختم ڪري ڇڏي ٿو ۽ اهي ذريعا تنهنجو ساٿ نٿا ڏين، انهيءَ ڪري دنيا کي دوکو قرار ڏنو ويو

آهي. اها دنيا مرڻ وقت تنهنجو ساٿ ڪونه ڏيندي، پنهنجو قدم پوئتي هٽائيندي آهي. دنيوي يار تنهنجي ساڃي ڪاٻي ساڻ هوندو هو ۽ دعويٰ ڪندو هو ته تنهنجو ڏک سور آئون ڪٽندس پر اُن ڪجھ نه ڪنيو. جڏهن موت جا سپاهي تنهنجو گهيرو ڪن ٿا ته هو اُن جو به اقرار نٿو ڪري ته ڪڏهن تنهنجي ۽ اُن جي ڪا ڄاڻ سُڃاڻ به هئي. الله تعاليٰ شيطان جي هيءَ حالت بيان ڪئي آهي ته توکي حيلي ۽ تدبير سان جنگ ۾ ڦاسائي ٿو. اهو چوي ٿو ته آئون هر مصيبت جي وقت تنهنجي مدد ڪندس، هر خطري ۾ توکان اڳيان رهندس، تير هلندو ته تنهنجي ڍال بڻجندس، هر مصيبت جي وقت تنهنجو مُخلص رهندس، توتي خوشيءَ سان قربان ٿي ويندس! تون پاڻ به رستم ۽ شينهن آهين، جنگ کان نه گهبراءِ. شيطان انسان کي اهڙي طرح جا ڏوڪا ڏيئي ڪفر تي آماده ڪندو آهي. هاڻي جڏهن انسان تباهي جي کڏ ۾ ڪري پوي ٿو ته اهو اُن جي هر حالت تي ٺهڪ ڏيندو آهي. ان وقت انسان اُن شيطان کي مدد جي لاءِ سڏي ٿو ته اهو انسان کان پنهنجي بيزاريءَ جو اظهار ڪري ٿو ۽ اُن کي چوي ٿو ته تو خدا کان ڊپ نه ڪيو آئون ته خدا کان ڊڄان ٿو. آئون تنهنجو ساٿ نٿو ڏيئي سگهان. انسان پنهنجي معذرت ۾ هي چوندو ته شيطان مون کي ڌوڪو ڏنو. الله تعاليٰ فرمائيندو ته اهو خير کان خود جدا هو ۽ اها ڳالھ سيني کي ٻڌائي ويئي هئي، تو اُن جو چوڻ ڇو مڃيو. هاڻي معذرت جي حيلي سان نجات حاصل نه ڪري سگهندين. اهو شخص جنهن کي شيطان گمراھ ڪيو پر اُن وري توبھ ڪئي ۽ توبھ ڪانپوءِ نيڪ ڪم ڪرڻ لڳو ته اهو بچي ويو. جڏهن گنهگار ندامت سان روئي ٿو تڏهن عرش ان طرح ڏکي ٿو جيئن ماءُ ٻار جي روئڻ تي ڏڪندي آهي. ماءُ محبت مان روئندڙ ٻار کي هنجھ ۾ کڻي ٿي اهڙي طرح عرش روئڻ واري گنهگار کي مٽي ڪٽندو آهي ۽ تسلي ڏيندو آهي ۽ هيئن چوندو آهي ته توتي ربِ غفور رحم ڪيو، تون اُن جي مهربانيءَ جي باغيچي ۾ پُهچي وئين. هاڻي توکي بنا محنت جي رزق ملندو. جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي محبوب جي لاءِ واسطن کي پسند نٿو ڪري ته بنا سببن جي رزق پهچائيندو آهي ۽ اهو محبوب به مشڪ يعني اسباب کي ترڪ ڪري دريا ڏانهن متوجھ ٿي ويندو آهي. هاڻي شهزادن جو قصو بيان ڪجي ڇاڪاڻ ته مضمون توڪل ۽ دنيا جي دارالغرور هئڻ جو پورو بيان ممڪن نه آهي.

**ٽنهي شهزادن جو سفر تي روانو ٿيڻ ۽ بادشاھ جو وصيت کي دهرائڻ ته هو شرُبا قلعي ۾ نه وڃجو!**

عزم رہ کردند آں ہرسہ پسر

سوی املاک پدر رسم سفر

ترجمو: ”ٽنهي ڇوڪرن سفر جي طريقي تي رستي جو پختو ارادو ڪيو. پيءُ جي مُلڪن ڏانهن.“

ٽنهي شهزادن ملڪي انتظام جي لاءِ سفر جو ارادو ڪيو. سفر جي ارادي وقت انهن بادشاھ کان اجازت ورتي. جڏهن بادشاھ انهن جي پڪي نيت ڏٺي، تڏهن کين اجازت ڏنائين. شهزادن بادشاھ جي دست بوسي ڪئي ۽ رخصت ورتي. بادشاھ انهن کي چيو ته جتي توهان جي دل چاهي اُتي وڃو. الله جي حفاظت ۾ خوش ٿيندي روانا ٿيو، پر هوش رُبا قلعي ۾ نه وڃجو. اهو تاجدارن تي قبا تنگ ڪندو آهي. خدا جي واسطي اُن تصويرن واري قلعي کان ڊڄجو ۽ پري رهجو. گهڻا بادشاھ اُن تصوير کي ڏسي ڪري جنهن جي اها تصوير آهي اُن تي عاشق ٿي ڪري پريشان ٿين ٿا. ان قلعي ۾ هر جاءِ تي تصويرون آهن. زليخا حضرت يوسف عليه السلام کي ڦاسائڻ جي لاءِ پنهنجيون تصويرون محل ۾ جڳھ جڳھ تي لڳائي ڇڏيون هيون تان ته انهن کي ڏسي ڪري حضرت يوسف عليه السلام زليخا تي عاشق ٿي پوي پر حضرت يوسف عليه السلام زليخا کي اک کڻي به نٿي ڏٺو. حضرت يوسف عليه السلام عفت ۽ پاڪدامنيءَ جي ڪري زليخا تي نظر ڪونه ڪندو هو. جڏهن عارف ڪائنات ۾ ڪمال قدرت جو مشاهدو ڪن ٿا تڏهن انهن جي معرفت ۾ اضافو ٿئي ٿو. عارفن جي جماعت کي چيو ويو آهي ته جنهن طرف توهان رُخ ڪندؤ توهان کي اسان جو (الله) جو جلوو نظر ايندو. عارف

پاڻيءَ جي ڪٽوريءَ ۾ الله کي ڏسندو آهي، غير عارف پاڻيءَ جي ڪٽوريءَ ۾ پنهنجي صورت ڏسندو آهي. عارف جيئن ته پنهنجي ذات کي الله تعاليٰ ۾ فنا ڪري چُڪو آهي ته جيڪي ڪجهه ڪٽوري ۾ نظر اچي رهيو آهي اهو اُن جي چهري جو عڪس نه آهي پر الله تعاليٰ جو عڪس آهي. حسين حور جو ديدار به انهن جو مقصود نه آهي، اُن ۾ به حُسنِ حق مشاهدو ٿئي ٿو. جيئن چنڊ جو عاشق پاڻيءَ ڏانهن نظر ڪندو آهي ته اُن جو مقصد چنڊ جو عڪس ڏسڻ آهي جيڪو پاڻيءَ ۾ آهي. عارف جيئن ته محبوب حق آهي انهيءَ ڪري الله تعاليٰ جي غيرت جي تقاضا آهي ته اهو غير تي نظر نه ڪري. شيطان ۽ جانور به پاڻيءَ ۾ خود پنهنجو چهرو ڏسن ٿا. اُتي غيرتِ حق آڏي نٿي اچي جو اهي پنهنجي چهري بدران خدا جو چهرو ڏسن. شيطان صفت جيڪڏهن توبه ڪري عاشق خدا بنجي ويندو آهي ته اُن سان به اهو ئي معاملو هوندو آهي. حضور ﷺ جو شيطان جي باري ۾ ارشاد آهي ته وَلٰكِنَّ اللهَ اَعَانَنِيْ فَاَسْلَمَ "پر الله تعاليٰ منهنجي مدد ڪئي ته اهو مسلمان ٿي ويو." بزرگ روميؒ فرمائي ٿو ته ان جي اها ئي معنيٰ آهي ته جيڪڏهن شيطان توبه ڪري عارف بنجي وڃي ٿو ۽ يزيد جهڙو ظالم بايزيد بسطاميؒ بنجي وڃي ٿو. ان ڳالهه جو خاتمو نه آهي.

بادشاهه شهزادن کي چيو ته هوس متان توهان کي هوش رُبا قلعي ڏانهن ڇڪي نه وٺي، پوءِ ته ابدي بدبختيءَ ۾ مبتلا ٿي ويندؤ. خطري کان بچڻ فرض آهي. بي غرض ڳالهه مُخلصانه هوندي آهي. جهڙي طرح خوشيءَ جي جستجو ضروري آهي تيئن مصيبت کان پرهيز ڪرڻ به ضروري آهي. جيڪڏهن بادشاهه انهن کي نصيحت نه ڪري ها ۽ قلعن ۾ وڃڻ کان نه روڪي ها ته انهن جو اُن قلعي ڏانهن لاڙو نه ٿئي ها ۽ اهي اُتي نه وڃن ها. جيئن ته اهو قلعو ڪو مشهور قلعو ڪونه هو، اِن ڪري ڪين اُتي وڃڻ جو خيال به نه اچي ها. جيئن ته بادشاهه منع ڪئي انهيءَ ڪري انهن کي ان قلعي ۾ وڃي ڪري راز معلوم ڪرڻ جي خواهش پيدا ٿي. اهڙا ماڻهو گهٽ آهن جيڪي منع ڪيل شيءِ کان رُڪجن، ڇاڪاڻ ته انسان ممنوع شيءِ جو اجان وڌيڪ حريص ٿيندو آهي. جيڪي متقي آهن اهي گهٽ آهن، انهيءَ ڪري ممانعت اُن شيءِ کان بُغض جو سبب بنجي ويندي آهي ۽ جيڪي خواهشن جا علاج آهن اهي گهٽا آهن، انهن جي لاءِ ممانعت آمادگيءَ جو سبب بنجي ويندي آهي. انهيءَ ڪري قرآن جي هيءَ صفت آهي ته گهڻا اُن سان گمراهه ٿي وڃن ٿا پر جن جا قلب بيدار ۽ باخبر آهن اهي هدايت حاصل ڪن ٿا. بانس جي ڇڙهه هلائڻ سان پالتو ڪبوتر گهر ۾ واپس اچي ويندا آهن ۽ جهنگلي ڪبوتر ڀڄي ويندا آهن. هڪ ئي شيءِ جون ٻه خاصيتون آهن. شهزادن بادشاهه کي چيو ته اسين توهان جو چوڻ مڃينداسون، توهان مُحسن آهيو ۽ مُحسن سان غفلت ڪُفر آهي. شهزادن اطاعت جو وعدو ڪيو ۽ الله کي ياد ڪري انشاء الله نه چيائون. پنهنجو پاڻ تي ڀروسو ڪيائون، انشاء الله ۽ احتياط جون ڳالهيون اسين پهرين دفتر ۾ بيان ڪري چڪا آهيون. پهريون دفتر ۽ هي دفتر ڪي ٻه شيون نه آهن. دنيا جي هر گوشي مان ماڻهو ڪعبہ الله ڏانهن رُخ ڪن ٿا ته اهي سڀ متحد آهن. جڏهن سڀ رستا هڪ مڪان تائين پُهچندا هُجن ته تعدد جي باوجود انهن ۾ اتحاد سمجهبو. جيڪي سنگ هڪڙي داڻي مان ڦُٽن اهي به متحد آهن. ڪاڏي جي لڪين شين ۾ اتحاد آهي. ان اتحاد جو نتيجو آهي جو هڪ شيءِ سان پيٽ ڀرجي وڃي ته ٻين ڪاڏن کان بي نيازي ٿي ويندي آهي. بڪ ۾ انسان غلطيءَ سان انهن کي جدا سمجهندو آهي. انشاء الله نه چوڻ ۽ اسباب تي اعتماد ڪرڻ جي ڳالهه جو مطلب ڇوڪري جو قصو ۽ طبيبن جي بي وقوفي يعني اسباب تي ڀروسي ڪرڻ جي ڳالهه سمجهائڻ آهي. اهو طبيب متصرف حقيقي کان ائين غافل هو جيئن بي سوار جو گهوڙو سوار کان غافل هوندو آهي. حالانڪ خدا جا تصرفات انهن تي جاري هئا، هي اِن کان غافل هئا ته انهن کي سيڪارڻ وارو سوار آهي. پنهنجي حالات سان اُن کي سمجهڻ گُهربو هو ته ڪا متصرف ذات اُن تي مسلط آهي. اهي ماڻهو اسباب اختيار ڪن ٿا ۽ پوءِ مقصد حاصل نٿو ٿئي، انهن کي سوچڻ گهرجي ته اسباب جي خلاف ڪهڙي ذات متصرف آهي؟ اهو به خدا جو تصرف آهي جو اهي طبيب محض اسباب جا غلام بنجي ويا آهن. واقعن جي ترتيب ڪانپوءِ جڏهن خلافِ واقعہ نتيجو برآمد ٿئي ٿو ته غور ڪرڻ گهرجي ته ائين ڇو ٿيو آهي.

انهن حالتن ۾ به جيڪڏهن ڪو نه سوچي ته پوءِ اهو گڏهه آهي. انهن حالتن ۾ اُن کي هڪ مخفي متصرف جو قائل هجڻ گهرجي. انسان پنهنجي ارادي سان تير ساڄي پاسي هلائي ٿو ۽ اهو کاٻي پاسي وڃي ٿو، آخر ائين ڇو ٿئي ٿو؟ ارادو هرڻ جي شڪار جو ڪري ٿو ۽ خود سوئر جو شڪار بڻجي وڃي ٿو اهو ڇو آهي؟ انسان نفعي جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ نفعي بجاءِ نقصان حاصل ٿئي ٿو اهو ڇو آهي؟ انسان ٻئي جي لاءِ کڏ کوٽي ٿو ۽ اهو پاڻ ان ۾ ڪِرندو آهي. انسان هڪ مقصد جي لاءِ اسباب اختيار ڪري ٿو پر ڪيس مقصود حاصل نٿو ٿئي. پوءِ اسباب کان بدظن ڇو نٿو ٿئي؟ هڪڙوئي سبب آهي جيڪو هڪ جي لاءِ مفيد ۽ ٻئي جي لاءِ مُضر هوندو آهي. شادي خوشي ڪنهن کي اهڙي راس ايندي آهي جو اُن جي عروج جو سبب بڻبي آهي، ٻئي جي لاءِ اها تباهه ڪُن هوندي آهي. معلوم ٿيو ته هڪ ئي سبب جا مختلف نتيجا ۽ تاثرات آهن انهيءَ ڪري اسباب تي ڀروسو مناسب نه آهي. توڙي جو سبب کي اختيار ڪرين تڏهن به اُن کي مستقل نه سمجهه ۽ غير ضروري اسباب اختيار نه ڪر. ڇاڪاڻ ته اهوئي سبب جنهن کي تون راحت جو سبب سمجهين ٿو مصيبت به آڻي سگهي ٿو. اهو گڏهه جي پُڇ وانگر ڦري ٿو. انشاء الله چوڻ جو راز اهوئي آهي ته ان سبب جي تاثير کي انشاء الله جي حوالي ڪرڻ مناسب آهي. ڇاڪاڻ ته مشيت خداوندي نه هجي ته پوءِ انسان گڏهه کي ٻڪري سمجهڻ لڳندو آهي. جڏهن الله تعاليٰ ظاهري حواسن کي بدلائي سگهي ٿو ته فڪر جي تبديلي ته گهڻو آسان آهي. اُن ۾ ته ازخود به غلطيءَ جو وڌيڪ امڪان آهي. الله تعاليٰ انسان جي نگاهه ۾ تبديلي ڪندو آهي ته پوءِ ماڻهو ڪوهه کي عمدو گهر ۽ ڇار کي داڻو سمجهي ويهندو آهي، تنهنڪري صحابه جي نگاهه ۾ جنگ بدر ۾ مخالفن جو تعداد گهٽ ڪري ڏيکاريائين تان ته اهي صحابه جي نگاهه ۾ ٻي قدر ٿي وڃن ۽ صحابه بهادريءَ سان وڙهن. سوفسطائي فرقو ته حقيقت جو به انڪار ڪري ٿو ۽ هر شيءِ کي محض خيالي سمجهي ٿو ۽ اهو الله تعاليٰ جي تبديل حقيقت جو انڪار نه آهي پر اهو ٻڌائڻ آهي ته حقيقتون موجود آهن ۽ اهي خدا جي قدرت جي قبضي ۾ آهن. سوفسطائي حقيقت جو انڪار ڪري ٿو ۽ هر شيءِ کي محض خيالي قرار ڏئي ٿو. جيڪڏهن اهو صحيح معنيٰ ۾ ان جو قائل آهي ڪيس پنهنجي ان عقيدي ۽ خيال کي به خيالِ محض ۽ غير حقيقي سمجهڻ گهرجي، اها اک جي غلطي آهي. هو اک کي مهٽي ۽ ڏسي ته حقيقت نظر اچي ويندي.

**شهزادن جو حرص وچان هو ش رُبا قلعي ڏانهن وڃڻ**

*ایں سخن پایاں ندارد آں فریق*
*برگرفتند از پئی آں دژ طریق*

ترجمو: "اها ڳالهه ڪٿي نه آهي ته اهي اُن قلعي ڏانهن روانا ٿيا..."

**جهڙي طرح حضرت آدم عليه السلام منع ڪيل ڪڻڪ جي داڻي وٽ پهچي ويو اهڙي طرح اهي شهزادا منع ڪيل قلعي ۾ وڃي پُهتا. بادشاهه جي مُخلص ۽ فرمانبردارن جي مَسڪن کان جُدا ٿي ويا. مخالفت جي ڪري انهن جو شوق اڃا وڌيڪ شديد ٿي ويو، اُن هوش رُبا تصويرن واري قلعي جا پنج دروازا دريا ڏانهن کُلندا هئا تان ته اچڻ وارو دريائي دروازي مان اُن ۾ سهولت سان داخل ٿي سگهي ۽ پنج دروازا خُشڪيءَ ڏانهن کُلندا هئا تان ته خُشڪيءَ جو مسافر آرام سان داخل ٿي سگهي. پنجن درن کي انسان جي ظاهري حواسن وانگر ۽ پنجن درن کي باطني حواسن وانگر سمجهو. انسان انهن حواسن جي ڪري ڪنهن وقت عقل کان محروم ٿي ويندو آهي. هوش ربا قلعي ۾ داخل ٿيڻ وارن سان به ساڳي ڪار ٿيندي هئي. اُهي اُن قلعي جي انهن هزارين تصويرن کي ڏسندا ۽ گهمندا رهيا ۽ ڪنهن هڪ کي ڏسڻ جي لاءِ انهن کي قرار نه هو. هاڻي بزرگ روميؒ نصيحت فرمائي ٿو ته تصويرن جي پيالي مان پِي ڪري مست نه ٿيءُ، ورنه تون به بُت تراش ۽ بت پرست ٿي ويندين، جنهن جو تعلق خالي صورت سان آهي. بيشڪ انهن صورتن جو حُسن به**

شراب جهڙي مستي پيدا ڪري ٿو پر اهو حُسن انهن جو ذاتي نہ آهي، پر اڌارو حسن آهي. توکي اصل حسن ۽ ان جي عطا ڪرڻ واري ڏانهن متوجہ ٿيڻ گهرجي. جنهن ذات انهن صورتن جي جامِ شراب جو حسن پريو آهي، ان ڏانهن توجہ ڪر پوءِ توکي قلبي واردات محسوس ٿيندا، جڏهن اهو شراب عشق حاصل ٿي ويندو پر تون ڪنهن صورت جو پابند نہ رهندين. ڪائنات جو ذرو ذرو ان جو مظهر ٿيندو. حضرت آدم عليه السلام جي واسطي سان بني آدم عليه السلام ڪي خطاب آهي تہ حقيقت جا طالب بنجو ۽ صورت ڪان قطع نظر ڪريو. صورت بي معنيٰ آهي ڪٽڪ جي صورت ڪونہ هئي، حضرت ابراهيم عليه السلام ڪي واريءَ مان اٽو حاصل ٿيو. صورت جي علت بي صورت ذات آهي انهيءَ ڪري توجہ جي قابل علت آهي. دونهين جي علت باهہ آهي انهيءَ ڪري اها اصل آهي. صورت تہ اهڙي شيءِ آهي جو جيڪڏهن انسان ڪي مصور جو خيال بار بار ايندو تہ هو اُن مان بيزار ٿي پوندو آهي. جڏهن تون ذات ڪان صورت ڏانهن توجہ ڪندين تہ پريشاني نہ پر طبيعت ۾ حيرت پيدا ٿيندي جيڪا وڌيڪ توجہ ۽ محنت جو سبب بنجي ٿي. اُن بي ذات صورت مان هزارين قسمن جون صورتون پيدا ٿين ٿيون، انهيءَ ڪري اهو اصل آهي. جيڪا ذات هٿن ڪان منزه آهي اُن ڪروڙين هٿ بنايا آهن. روح الرّوح (ذاتِ خداوندي) ماڻهو ڪي مصور پيدا فرمايو. اصل اهو آهي. غير مصور، مصور ۾ اهڙي طرح موثر آهي جهڙي طرح هجر و وصال طرح طرح جي خيالات جو مصور آهي پر اهو پاڻ غير مصور آهي. موثر ۽ اثر ۾ مشابهت ضروري نہ آهي. ضرر ۽ تڪليف روئڻ ۽ دانهون ڪرڻ جو موثر آهي پر ٻنهي ۾ ڪا مشابهت نہ آهي. روئڻ ۽ پار ڪڍڻ هڪ مصور شيءِ آهي ۽ نقصان هڪ اضافي شيءِ آهي جيڪا مصور نہ آهي. انسان رنج ۽ ڏک مان هٿ ڪي ڇَڪي وجهندو آهي انهن ٻنهين ۾ ڪا مشابهت نہ آهي. الله تعاليٰ جيڪو موثر آهي ۽ ڪائنات اُن جو اثر آهي. ان جا مثال ناقص آهن. محض سمجهائڻ جي لاءِ هڪ اهڙي شخص جي ڪوشش آهي جيڪو اُن جي صحيح مثال ڏيڻ تي قادر نہ آهي. بي صورت جي ڪاريگري صورت جي بنائي ٿي ۽ انهن ۾ حواس پيدا فرمائي ٿي. الله تعاليٰ انهن صورتن ڪي هن لاءِ بنايو تان تہ اها صورت پنهنجي مناسب حال انساني جسم مان نيڪي ۽ بدي حاصل ڪري.

جيڪڏهن اها نعمت جي صورت آهي تہ جسم ڪان شڪر گذاري ڪرائيندي آهي. جيڪڏهن اها صورت مهلت ۽ دير جي آهي تہ انساني جسم ڪان صبر ڪرائيندي آهي. جيڪڏهن اُن تي ڪو رحم ڪندو تہ هو خوش ٿيندو آهي. رنج جي صورت ۾ نالان ۽ ناراض هوندو آهي. ڪنهن شهر جي صورت هجي تہ نتيجو سفر هوندو آهي. جيڪڏهن تير جي صورت هجي تہ ڍال سنڀالڻي آهي. جيڪڏهن خيال ۾ حسينن جي صورت اچي ٿي تہ تون گوشہ نشيني اختيار ڪرين ٿو. ڪنهن ضرورت ۽ احتياج جي صورت اچي ٿي تہ تون ڪمائي ڪرين ٿو. پنهنجي طاقت جي صورت خيال ۾ اچي ٿي تہ ماڻهن جون شيون ڦُرين ٿو. اها ڳالهہ تہ قسمين قسمين خيال فعل جا داعي بنبا آهن، ڳڻڻ ڪان ٻاهر آهي. دنيا جا منصب، مرتبا ۽ ڏنڊا بہ خيالات جي پيداوار آهن. خيالات جي سبب هجڻ ۽ افعال جي سبب هجڻ جو مثال هي سمجهو تہ ڪجهہ ماڻهو ماڙيءَ تي هُجن ۽ انهن جو پاڇو زمين تي پئجي رهيو هجي. خيال جي صورت دماغ جي ماڙي تي آهي ۽ عمل پاڇي وانگر عضون تي آهي. فعل جو تعلق عضون سان آهي ۽ خيال دماغ ۾ لڪل آهي پر ٻئي پاڻ ۾ گڏيل آهن. عمل سان گڏ اهو خيال بہ موجود رهندو آهي. خوشيءَ مان جيڪي صورتون پيدا ٿينديون آهن انهن جو اثر ۽ نتيجو بي هوشي ۽ بي خودي آهي. مرد ۽ عورت جي تصور سان جماع جي وقت مدهوشي طاري ٿيندي آهي. غذائن جي صورت جو نتيجو بي صورت طاقت آهي. جنگ جي ميدان ۾ تلوار ۽ ڍال جي صورت جي عِلت غائي بي صورتِ ڪاميابي آهي. مدرسي ۽ ان جي متعلقات جون صورتون علم ۽ دانش سان متعلق ٿيون تڏهن اهو بي صورت علم موجود ٿيو. جڏهن اهي صورتون هڪ بي صورت ذات جي تابع آهن تہ پوءِ انهن صورتن جا دهريا مُنڪر ڇو آهن؟ اهو بي صورت جڏهن انهن صورتن جو سبب ۽ علت آهي تہ ان ڪان پيدا ٿي ان جو انڪار ڇو ٿا ڪن؟ اهو بي صورت انهن صورتن جو ايجاد ڪندڙ آهي، پوءِ اهي صورتون ان جو انڪار ڇو ٿيون ڪن؟ منڪر جو انڪار خود ان

بي صورت جو اثر آهي تہ پوءِ اهو مُنڪر ان جي وجود جو ڇو مُنڪر آهي. گهر جي صورت ان رازي جي خيال جو اثر آهي، جيتوڻيڪ ان رازي جي ذهن ۾ گهر جا اجزاء موجود نہ آهن. سيني دليلن جو نتيجو هي آهي تہ انهن صورتن کي پيدا ڪرڻ وارو بي صورت آهي ۽ اهي صورتون ان جي لاءِ بمنزلہ اوزار جي آهن. ڪڏهن اِها صورت پنهنجي تجلين کي رونما ڪندي آهي. ان تجلي مان مقصد ڪمال ۽ جمال ۽ قدرت جو فيض آهي. پوءِ جڏهن اها تجلي غائب ٿي ويندي آهي تہ لوازم بشريت اُڀر ي ايندا آهن. ڪمال تہ بي صورت مان حاصل ڪيو ويندو آهي. هڪ صورت ٻي صورت ڪان ڪمال جي طالب هجي تہ گُمراهي آهي. ها، عارف ڪامل جن کي خدا رهنمائي لاءِ منتخب فرمايو آهي انهن ڪان ڪمال جي طلب ڪري سگهجي ٿي ورنہ صورت خود محتاج آهي ان تي احتياج کي پيش ڪرڻ ڪهڙي عقلندي آهي. جڏهن صورتون بي صورت جون غلام آهن تہ ان بي صورت تي صورت جو گُمان نہ ڪر ۽ مُشتبہ فرقي وانگر تشبيهن وانگي ان جي تلاش نہ ڪر. ان جي صورت کي صورتن سان تلاش نٿو ڪري سگهجي پر فنا ۽ تضرّع ۽ زاريءَ جي ذريعي تلاش ڪري سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ تہ سوچ ۽ فڪر سان صورتون ئي خيال ۾ ايندڙيون آهن ۽ هو بي صورت آهي. جيڪڏهن مُجاهدي سان بغير صورت جي ان جو تصور نٿو ٿئي تہ پوءِ تنهنجي تصور ڪرڻ ڪانسواءِ جيڪا ان جي صورت سامهون اچي ان جو سهارو وٺ.

بزرگ رومي وري اڳئين مضمون ڏانهن موٽيو آهي تہ ذوق جيڪو بي صورت آهي اهو توکي شهر جي صورت ڏانهن وٺي وڃي ٿو. جيتوڻيڪ بظاهر تون شهر جي صورت ڏانهن وڃي رهيو آهين پر حقيقت ۾ تون لامڪاني ۽ لازماني ذوق ڏانهن وڃي رهيو آهين. دوست جي صورت ڏانهن وڃڻ جو مقصد اُنس ۽ محبت آهي جيڪو بي صورت آهي. دوست ۽ شهر ڏانهن تنهنجو وڃڻ هڪ بي صورت جي ڪري آهي جيتوڻيڪ تون هن ڪان غافل آهين. جيئن تہ ذوق جو مقصود هجڻ پهرين مثالن مان ثابت ٿي چڪو آهي. هي ثابت ٿي ويو تہ حقيقت ۾ الله تعاليٰ سيني جو معبود آهي ڇاڪاڻ تہ سيني رستن جو ملڻ ذوق جي ڪري آهي ۽ ذوق بخشڻ الله تعاليٰ جو فيض آهي. هاڻي ان معبود سان ڪن جو معاملو هي آهي جو انهن الله تعاليٰ جي توابع ڏانهن مُنهن ڪيو آهي يعني افعال باري ڏانهن توجہ ڪيو آهي حالانڪہ مقصود ان جي ذات آهي ڇاڪاڻ تہ اها اصلاًهي تنهنڪري انهن کي بہ ذات مان استفادو ٿئي ٿو ۽ انهن جو توجہ بہ مقبول آهي. عبادت گذارن جا مختلف مرتبا آهن. هڪڙا اُهي آهن جن جو توجهہ ۽ طلب حق جي ذريعي ۽ واسطي سان آهي، اهو درجو عوام جو آهي. ٻيا اهي ماڻهو آهن جيڪي صفتن جي ذريعي فيض حاصل ڪن ٿا، اهو درجو خواص جو آهي. اخص الخواص جو درجو هي آهي تہ اهي فقط ذات ڏانهن توجہ رکندا آهن ۽ ان ڪان بنا واسطي جي استفادو ڪندا آهن. انهن ماڻهن نہ افعال کي مقصود بڻايو نہ صفات کي پر ذات کي مقصود بڻايو، انهيءَ ڪري ذات باري تعاليٰ انهن کي حاصل ٿي.

## قلعي ۾ چيني شهزاديءَ جي تصوير ڏسي شهزادن جو بيهوش ٿيڻ

اين سخن پايان ندارد آن گروه

صورتے ديدند باحسن و شکوه

ترجمو: ”ان ڳالهہ جو خاتمو نہ آهي تہ اُن ٽولي حسين ۽ شاندار تصوير ڏٺي.“

شهزادن هڪ تصوير ڏٺي جيڪا حسين هئي. جيتوڻيڪ اهي ان ڪان بہ وڌيڪ حسين تصويرون ڏسي چڪا هئا پر ان تصوير کي ڏسي ڪري عشق جي گهري سمنڊ ۾ ٻُڏي ويا. ڇاڪاڻ تہ ڪين آفيم ان پيالي مان مليو هو. پيالو ڏسڻ ۾ آيو ٿي پر آفيم لِڪل هو. بزرگ رومي حسن کي آفيم سان تشبيهہ ڏني آهي، پيالي مان مراد صورت آهي. صورتون تہ نظر اچن ٿيون پر انهن جو آفيم غير محسوس آهي. مطلب تہ هوش رُبا قلعي پنهنجو ڪم ڪيو ۽ ٽنهي کي مصيبت

۾ ڦاسايو. ان حسين جي ناز ۽ انداز جي تيرن سندن دليون گهائي وڌيون. اِهي تير خطرناڪ آهن، خدا انهن کان پناهه ڏي. شهزادن جي دل ۾ تصويرن جو عشق پالي وانگر ڇُپي رهيو هو. اِهي ٽيئي بادلن وانگر برسي روئي رهيا هئا هاءِ افسوس! جيڪا مصيبت اسان هاٿي ڏني آهي بادشاهه اڳ ۾ ڏسي چڪو آهي. اسان تي انبيائن جو هن ڪري بي پناهه حق آهي جو انهن اسانکي انجام کان باخبر ڪري ڇڏيو آهي. نبين ٻڌايو آهي ته نفساني خواهشن سان توهان جيڪو ڪم ڪندا انهن جا ڪندا ڦُٽندا. تيز رفتاري دنيا ڏانهن آهي. اُن ۾ چونڪارو نه آهي.

انبيائن ٻڌايو ته اسان جي طريقي تي عمل ڪريو ان سان فائدو حاصل ٿيندو. اسان جي طريقي تي هلندا ته معصيت جو تير توهان ڏانهن نه پهچندو. انسان انبيائن جي تابعداري ضروري نٿو سمجهي حالانڪ انهن جي تابعداري ضروري آهي، پڇاڙي ۾ ان ڳالهه کي سمجهندو. انبيائن جي پرن سان اُڏامڻ خود انهن جي مخاطب جو ئي عمل آهي پر اي مخاطب! تنهنجي "تون" جا ٻه حصا آهن: هڪ تنهنجو بدن آهي ٻيو تنهنجو روح آهي. انبيائن جي تابعداري نفعي وارو فعل آهي اهو تنهنجي بدن جو فعل نه آهي پر ان تون جو فعل آهين جيڪو تنهنجي روح ۾ آهي ۽ اهو جسمي ٻنڌڻ کان مٿاهون آهي. جنهن کي تون "تون" سمجهي رهيو آهين يعني جسم اهو ته جهتن (پاسن، شڪلين) ۾ قيد آهي. اصل "تون" روح آهي جيڪو جهتن کان آجو آهي. تون جسمن جي تباهي کان ڏڪين ٿو حالانڪ اهو سِپ آهي ۽ اصل تون تنهنجو روح آهي جيڪو موتي آهي. اصل "تون" جسم کي نه سمجهه، پر جيڪو ان ۾ روح آهي ان کي سمجهه. جسم جو "تون" هجڻ پرائي شيءِ آهي تون پنهنجو پاڻ تائين پهچ، جيڪو روح آهي ۽ ان ٻيائي کي يعني جسم کي روح سان جوڙڻ ڇڏي ڏي. تنهنجو روح تنهنجي جسم ۾ لِڪي ويو آهي. آئون ان جو غلام آهيان جيڪو خود کي يعني روح کي ڏسي وٺي. شهزادن چيو: اسان جيڪو هاٿي ڏٺو اهو اسان جو پوڙهو پيءُ اڳ ۾ ڏسي ويو هو.

جوان جيڪو آرسيءَ ۾ ڏسي ٿو بزرگ ان کان اڳ ۾ ڏسندو آهي. اسين بادشاهه جي حڪم کان ٻاهر ٿي وياسين. پيءُ جي مهربانين جا باغي ٿي وياسون. اسان بادشاهه جي ڳالهه کي معمولي سمجهيو. هاٿي سيئي کڏ ۾ ڪري پياسون ۽ جنگ کان سواءِ قتيل آهيون. اسان پنهنجي عقل ۽ سمجهه تي گهمنڊ ڪيو ۽ نصيحت نه ٻُڌي. اسان پنهنجو پاڻ کي مرض ۽ بيماري جي غلامي کان آزاد سمجهيو ٿي. اسان پنهنجي ڪچائي کي هاڻ سمجهيو جڏهن ڦاسي وياسون. شيخ جي صُحبت سان خلوص ۽ استعداد پيدا ٿيندو آهي جيڪو ذڪر الله جي نافع هجڻ جو شرط آهي ۽ شرط تي عمل کان پهريان مشروط تي عمل سٺو نه آهي، جهڙي طرح وضو ۽ نماز. بغير وضوءَ جي نماز سان وضوءَ جي مشغوليت بهتر آهي. شيخ جي صحبت قناعت ۽ صبر پيدا ڪندي، جيڪا بُلندي جي لاءِ ذڪر جي هزارين ڪاڏن کان وڌيڪ فائديمند آهي. حضرت ابوالحسن خرقانيؒ کي ذڪر مان ان وقت فائدو پهتو جڏهن هن حضرت بايزيد بسطاميءَؒ جي قبر جي صحبت حاصل ڪئي. اهو قصو اڳ ۾ گذري چڪو آهي. شيخ کي چشم بينا حاصل آهي ۽ توکي فقط ذڪر جي لٺ جو سهارو حاصل آهي. شهزادا جڏهن ان بت جي عشق ۾ مبتلا ٿي ويا تڏهن جُستجو شروع ڪيائون ته هي ڪهڙي حسينا جو بت آهي. شيخ بصير هڪ بصيرت وارو بزرگ هو جنهن کي قلبي بصيرت حاصل هئي. اها هُن اُن ڪنهن کان نه ٻُڌي هئي پر ڪشف جي طور تي ڪيس معلوم ٿي هئي. ان بُزرگ ٻڌايو ته اهو بت چين جي بادشاهه جي ڇوڪريءَ جو آهي، جيڪا ايتري قدر حسين آهي جو اُن تي پريون به رشڪ ڪن ٿيون. چين جي بادشاهه جي اها ڇوڪري حسن ۽ جمال ۾ بي مثال آهي. اها پرين ۽ روح وانگر مخفي آهي ۽ قلعي جي پردن ۾ رهندي آهي. ان وٽ نه مرد وڃي سگهي ٿو ۽ نه ئي عورت. بادشاهه اُن کي فِتنن کان بچائي رکيو آهي. جيڪڏهن ڪو ان جو نالو به وٺي ٿو ته بادشاهه کي غيرت اچي ٿي. اُن جي ماڙيءَ تان جهرڪي به اُڏامي نه ٿي سگهي. اهڙي معشوق جو عشق خدا ڪري ڪنهن کي نه هجي، جنهن جو حُصول ناممڪن هجي. هي مصيبت ناڪ عشق اُن جي سزا آهي، جيڪو ناداني‌ءَ سان ڪم ڪري ۽ بزرگن جي نصيحت کي معمولي ۽ گهٽ سمجهي. شيخ جو ٿورو توجه پنهنجي سوين

تدبيرن کان بهتر ۽ نافع آهي. پنهنجي تدبير کي ڇڏي شيخ جي توجہ ڏانهن هل ۽ ان جي اڳيان پنهنجو پاڻ کي فنا ڪر. شيخ جو توجہ تنهنجي ڪُٽيل تدبيرن کان گهڻو وڌيڪ مفيد آهي. جيستائين تون شيخ ۾ پنهنجو پاڻ کي فنا نہ ڪندين اهي تدبيرون مفيد نہ رهنديون.

## صدر جهان بخاري جي حڪايت جنهن کان گهرڻ وارو سائل عام صدقي کان محروم ٿي ويندو هو

در بخارا خوی آں صدرِ اَجَل

بُود باخواهندگان حُسنِ عمل

ترجمو: ”بُخارا ۾ سائلن سان سهڻو سلوڪ ان صدر اعظم جي عادت هئي.“

بخارا ۾ هڪ صدرِ اعظم هو، اهو سائلن سان بهتر سلوڪ ڪندو هو. بهتر سلوڪ هيئن تہ گهڻو عطا ڪندو هو ۽ سڄو ڏينهن پيو سون ورهائيندو هو. ڪاغذ ۾ سون ويڙهي پُڙيون ٺاهي رکندو هو جيستائين اهي پُڙيون هونديون هيون ڏيندو رهندو هو.

سج ۽ چنڊ کي الله تعاليٰ روشني عطا ڪري ٿو، اهي ٻين کي عطا ڪن ٿا. کاڻ ۾ سون ۽ ويراني ۾ خزانو سج جي عطا آهي. صدر اعظم خيرات جي مستحق ماڻهن مان هر قسم جي ماڻهن جو هڪ هڪ ڏينهن مقرر ڪيو هيائين. هڪڙي ڏينهن بيمارن کي ڏيندو هو، ٻئي ڏينهن بيواهہ عورتن تي سخاوت ڪندو هو. هڪڙو ڏينهن عَلَوين جي لاءِ مقرر هو. هڪ ڏينهن شاگردن لاءِ خاص هو. قرضدارن ۽ مسڪينن جي لاءِ جدا ڏينهن هو. قيدين ۽ يتيمن جي لاءِ ڏار ڏينهن مقرر ڪيل هو. مسافرن ۽ مڪاتب ۾ انهن جي لاءِ جدا ڏينهن هو. هُن جو شرط هي هو تہ زبان سان سائل ڪابہ گهر نہ ڪري. جيڪو سائل زبان سان گهرندو هو، اهو بخشش کان محروم رهجي ويندو هو. اهو ان قانون مَنْ صَمَتَ نَجَا (جيڪو چُپ رهيو اُن نجات حاصل ڪئي) تي سختيءَ سان عامل هو. اُن جي ٿيلهي ۽ پيالو خاموشن جي لاءِ هو. هڪڙي ڏينهن اتفاقاً هڪڙي پوڙهي چيو: مون کي زڪوات ڏي، آئون بُک کان لاچار آهيان. صدرِ جهان منع ڪئي ۽ پوڙهي اصرار شروع ڪيو. ماڻهو پوڙهي جي اصرار جي ڪري تعجب ۾ هئا. صدر جهان چيو تہ اي پوڙها تون ڏاڍو لالچي آهين، منهنجي منع ڪرڻ سان بہ نٿو مُڙين. پوڙهي صدرِ جهان کي چيو تہ تون مون کان بہ وڌيڪ لالچي آهين. تو دنيا جون دولتون ۽ مزا حاصل ڪيا پوءِ بہ تنهنجو پيٽ نٿو ڀرجي، هاڻي آخرت جون دولتون لُٽي رهيو آهين. ان لطيفي تي صدرِ جهان کي کِل اچي ويئي ۽ اُن کي تمام گهڻو مال ڏنائين. ٻئي ڪنهن کي رتي بہ ڪونہ ملي. اوچتو فقيهن جي واري واري ڏينهن لالچ مان هڪڙو طالب فقيہ دانهن ڪرڻ لڳو. اُن فقيہ گهڻيون زاريون ڪيون پر ڪابہ ڳالهہ فائديمند نہ ٿي. ڪپڙن ۾ چتيون هڻي منڊجندو مريضن جي قطار ۾ اچي بيٺو. پيرن تي ڪاٺين جون چپرون اهڙي طرح ٻڌي آيو جڻ اُن جو پير ٽُٽي پيو هجي.

اُن جو قصور اهو هو تہ هُن زبان سان گهريو هو. اهو فقيہ جڏهن ٻين تدبيرن سان ڪامياب نہ ٿيو تڏهن چادر ڍڪي بيوه عورتن ۾ وڃي ڪنڌ جُهڪائي ويٺو ۽ هٿ لِڪائي ڇڏيائين تان تہ سڃاڻپ ۾ نہ اچي. صدرِ جهان وري بہ اُن کي سُڃاڻي ورتو ۽ فقيہ خيرات کان محروم رهجي ويو ۽ اُن جي دل ۾ محروميءَ جو ساڙ پيدا ٿيو. پوءِ هو هڪ شخص وٽ ويو جيڪو ڪفن جي لاءِ چندو گڏ ڪندو هو ۽ اُن کي چيائين تہ مونکي هڪ ڪپڙي ۾ ويڙهي مردي وانگر رستي جي ڪناريْ تي رکي ويهي رهہ. زبان سان ڪجهہ نہ ڇئج ورنہ صدرِ جهان پنهنجي عادت مطابق ڪجهہ ڪونہ ڏيندو. ٿي سگهي ٿو تہ هو مون کي مردو سمجهي ڪري ڪفن جي لاءِ ڪجهہ ڏي. هو جيڪي ڪجهہ ڏيندو اڌ تنهنجو ۽ اڌ منهنجو. ڪفن جي لاءِ چندي وڻ واري ائين ڪيو. صدرِ جهان اُتان اچي لنگهيو. هُن مردي تي سون جي پُڙي رکي تہ فقيہ جلديءَ مان هٿ ٻاهر ڪڍيو، پوءِ اُن مان مٿو ٻاهر ڪڍيائين. پوءِ صدرِ جهان کي چيائين ڏس، مون دان ڪيئن وصول ڪيو؟ صدرِ جهان

جواب ۾ چيو جيستائين تون نہ مُئين تيستائين مون کان وٺي نہ سگهين، انڪار تہ توکي ڏيڻ کان ڪيو هئم. صوفين جي ان مقولي مُوْتوا قبل اَنْ تموتوا (مرڻ کان پهريان مري وڃو) جو راز هاڻي اسان سمجهيو تہ مرڻ کانپوءِ انسان انعام ۾ عطيا حاصل ڪندو آهي. خدا جي دربار ۾ جيستائين فنا حاصل نہ ڪندا تہ ٻي ڪا تدبير ڪارگر نہ ٿيندي.

اللّٰه تعاليٰ جي طرفان هڪ جذب سوين مُجاهدن کان بهتر آهي، ڇاڪاڻ تہ مُجاهدن ۾ وڏائي ۾ ريا پيدا ٿيڻ جو خوف هوندو آهي. جذب الاهي اُن وقت ايندو آهي جڏهن انسان فنا حاصل ڪري. اصل جذب الاهي آهي. فنا جو مقام بہ جذب الاهي کان سواءِ حاصل نٿو ٿئي. جذب کي زمرّد ۽ نفس کي نانگ سمجهو. نانگ زمرّد سان ئي انڌو ٿيندو آهي.

شيطان کان بچاءُ جي تدبير ۾ مجاهدو ڪندو رهہ پر فقط اِن تي ڀروسو نہ ڪر. جذبِ الاهي ۾ عنايت حاصل ڪري وٺ پوءِ ڪجهہ مطمئن ٿيءُ. عالم جي ننڊ کي عبادت قرار ڏنو ويو ۽ ظاهر آهي تہ عارف ۽ عالم جي عبادت جاهل جي عبادت کان افِضل آهي، انهيءَ ڪري عالم جو سُمهڻ جاهل جي عبادت کان افضل ٿيو. عالم سُمهڻ ۾ ساڪن ۽ خاموش پيو آهي ۽ غير عالم عبادت ۾ هٿ پير هلائي رهيو آهي. اُن جو مثال هيئن سمجهو تہ هڪ ماهر تارو سُڪون سان پاڻيءَ تي ليٽيو پيو آهي ۽ ٻيو اناڙي هٿ پير هلائي ترڻ جي جستجو ڪري رهيو آهي. جهڙي طرح هڪ ماهر تاروءَ جو سُڪون ٻئي جي حرڪت کان افضل آهي اهڙي طرح عالم جي ننڊ جو سُڪون جاهل جي عبادت جي حرڪت کان بهتر آهي. اُن جي سُمهڻ ۾ ايترو اخلاص ۽ صحيح نيت هوندي جيتري جاهل جي عبادت ۾ بہ ڪونہ هوندي ۽ افضليت جو مدار نيت ۽ اخلاص تي آهي. هاڻي بزرگ رومي رحمة الله عليه علم جي فضيلت بيان ڪري اُن جي طلب ڏانهن متوجہ فرمايو آهي. علم ناپيدا ڪنار دريا آهي ۽ طالبِ علم اُن مان موتي ڪڍندو آهي. علم جي اها لذت آهي جو طالب علم جي اُن کان ڪڏهن سيرابي ۽ ڍؤ نٿو ٿئي. انهيءَ ڪري حضور صلى الله عليه وسلم جن فرمايو تہ ٻہ لالچي اهڙا آهن جو ڪڏهن انهن جو پيٽ نٿو ڀرجي هڪ علم جو طالب ۽ ٻيو دنيا جو طالب.

### دنيا جو طالب ۽ علم جو طالب

طَالِبُ الدُّنْيَا وَ تَوْفِيرَاتِهَا
طَالِبُ الْعِلْمِ وَتَدْبِيْرَاتِهَا

ترجمو: ”دنيا جو ۽ اُن جي ترقين جو طالب، علم جو ۽ اُن جي تدبيرن جو طالب.“

هڪ ڍؤ نہ ڪرڻ وارو دنيا ۽ اُن جي ترقين جو طالب آهي، ٻيو ڍؤ نہ ڪرڻ وارو علم ۽ اُن جي تدبيرن جو طالب آهي، اهي ٻئي هڪ ٻئي جا قِسم ۽ مُقابل آهن، انهيءَ ڪري علم مان مُراد آخرت جو علم ٿيندو. اهو علم دنيا ۾ مصروف ٿيڻ ڪونہ ڏيندو ۽ آخرت جو رهبر ٿيندو. دنيا مان آخرت ۾ ئي وڃڻو آهي ۽ دنيا کان سواءِ اها ئي جڳهہ آهي.

### ٽنهي شهزادن جو ان واقعي جي کوجنا ڪرڻ

روبهم کردند هرسه مُفتتن
هرسه رایک درد ویک رنج و حزن

ترجمو: ”ٽيئي فتني ۾ مبتلا پاڻ ڏانهن متوجہ ٿيا، ٽنهي جو ساڳيو ئي درد ۽ ساڳيو ئي رنج ۽ غم هو.“

ٽيئي شهزادا هڪ ٻئي ڏانهن متوجہ ٿيا، ٽنهي جو هڪ ئي فڪر هو، هڪ ئي قسم جو ڏُک ۽ هڪ ئي قسم جي بيماري هئي. ٽيئي چين جي بادشاهہ جي ڇوڪريءَ جي فراق ۾ مبتلا هئا. خاموش رهن تہ بہ سيني جو هڪڙو خيال يعني شهزاديءَ جو تصوّر، ڳالهائن تہ بہ هڪڙي ئي ڳالهہ يعني شهزاديءَ جو ذڪر. ڪڏهن ٽيئي ڄڻا گڏجي روئن ڪڏهن وري ٽڏيون آهون ڀرين.

**سپ کان وڏي ياءُ جي گفتگو**

آں بزرگیں گفت کاے اخوانِ خیر
مانہ نر بودیم اندر نصح غیر

ترجمو: ”ان وڏي چيو: اي سُنا ڀائرو! ڇا اسين ٻين کي نصيحت ڪرڻ ۾ مرد نہ هئاسين.“

جڏهن کو اسان جي تعلق وارن مان ڪنهن مصيبت جي شڪايت ڪندو هو تہ اسين ان کي صبر جي تلقين ڪندا هئاسين، انهيءَ ڪري اسانکي بہ صبر کان ڪم وٺڻ گهرجي. صبر سان ئي مقصد پورو ٿيندو. اسين ٻين کي صبر ڏياريندا هئاسين، هاڻي صبر جي اها ڪُنجي جنهن سان ڪشادگي ٿيندي آهي اسان جي هٿ مان ڪيڏانهن هلي وئي؟ اسين ٻين کي چوندا هئاسين تہ مصيبت جو وقت خنده پيشاني سان گذارڻ گهرجي، مصيبت جي ڏپ ۾ رنگ نہ بدلائڻ گهرجي، اسين پنهنجي لشڪر کي چوندا هئاسين تہ ڀالي ۽ تير جي نوڪ وانگر اڳتي کِهڙي وڃو. اسين سيني کي صبر جي تلقين ڪندا هئاسين ڇاڪاڻ تہ صبر سان دل روشن ٿيندي آهي. جڏهن اسان جو وارو آيو تڏهن اسين عورتن وانگر بهانا ڳولڻ ويهي رهياسون. پوءِ پنهنجي دل کي دلاسو ڏنائين. ان شهزادي پنهنجي زبان کي نصيحت ڪئي تہ تون ٻين کي نصيحت ڪندي هئين، هاڻي تون ڇو خاموش آهين. پنهنجي عقل کي چيائين تہ تون وڏيون نصيحتون ڪندو هُئين هاڻي ڇو چُپ آهين. اڳ ۾ قصو بيان ٿيو آهي تہ سلطان محمود چيو هو تہ آئون ڏاڙهي لوڏيان ٿو تہ ماڻهن جي مصيبت ٽري ويندي آهي. اڳ ۾ تون ٻين جي ڏاڙهي تي کِلندو هُئين هاڻي معلوم ٿيو تہ اها کِل تنهنجي پنهنجي ڏاڙهي تي هئي. ٻين کي نصيحت ڪرڻ وقت تون انهن کي تنبيهہ ڪندو هئين، هاڻي عورتن وانگر هاءِ هاءِ ڪري رهيو آهين. تون ٻين جي مرض جو علاج ڪندو هئين هاڻي پنهنجي مرض وقت ڇو چپ آهين؟ تون ٻين کي لشڪر ۾ آواز ڏيندو هئين هاڻي تنهنجو آواز ڇو ويهي رهيو آهي. تون مٿو هئين هاڻي پنهنجو پاڻ کي پُڇ نہ بناءِ ۽ ذليل نہ ڪر. پنهنجي قوت ۽ همت تي عمل ڪر. رنجيده نہ ٿيءُ ۽ طبيعت ۾ خوشي پيدا ڪر ۽ بازي ڪٽي ڏيکار!

**فقيهہ سان تعدي**

بادشاہے مست اندر بزم خوش
می گذشت آں یک فقیہے بر درش

ترجمو: ”هڪ بادشاهہ خوشيءَ جي محفل ۾ مست هو تہ در تان هڪڙو فقيهہ اچي لنگهيو...“

بادشاهہ دربارين کي اشارو ڪيو تہ ان کي پڪڙي اچن ۽ شراب پيارين. درباري ڪيس جهلي بادشاهہ وٽ وٺي آيا پر هو ڪاوڙ ۾ ڀَئي پاسي منهن ڪري مجلس ۾ ويهي رهيو. ساقي هن کي شراب ڏنو. هُن بادشاهہ ۽ ساقي کان منهن ڦيري ڇڏيو، چيائين تہ مون سڄي عمر ۾ شراب نہ پيتو آهي، مونکي خالص زهر ڏيو اهو هِن شراب کان سُٺو آهي. فقيهہ چيو تہ مون کي شراب جي بجاءِ زهر ڏيو تان تہ آئون ڇوٽڪارو حاصل ڪريان، شراب پيئڻ بدران هن جهيڙو شروع ڪيو. جهڳڙي جي ڪري هو سيني جي لاءِ مصيبت بڻجي پيو. اڳ ۾ ظاهري شراب نہ پيئڻ واري شرابين کان مُنهن موڙڻ جو ذڪر هو. هاڻي بزرگ روميؒ معنوي شراب نہ پيئڻ وارن جو شراب معرفت پيئڻ وارن کان انتباهہ جو ذڪر ڪيو آهي. اهي ماڻهو جيڪي شرابِ معرفت حاصل نٿا ڪن اهلِ نفس آهن. اصحابِ دل معرفت وارن سان گڏ آهن دنيا ۾ ويٺا آهن. الله تعاليٰ ڪين بر وقت معرفت جو شراب پياريندو رهندو آهي. اهي ماڻهو دنيا وارن کي اهو شراب پيش ڪن ٿا پر اِهي ان جي حقيقت تائين نٿا پهچن ڇاڪاڻ تہ انهن جي نظر ان جي حقيقت تائين نٿي پهچي. جيڪڏهن انهن جي ڪَنَ کان نڙي تائين رستو هجي تہ ان ڪلام جي حقيقت انهن جي دل تي اثر ڪري. انهن جي دل تي

شهوت جي باه آهي ۽ باه تائين ڇوڏا ئي پهچندا آهن. ڪلام جو مغز ته ٻاهر رهجي ويو. معدي ۾ فقط ڇوڏا ئي پهچن ٿا، انهن سان ڪا قوت حاصل نٿي ٿئي. باه ۾ فقط ڇوڏا ۽ ڪلون وڌيون ويندون آهن انهي ڪري جهنّم ۾ اهي ماٺهو ويندا جيڪي حقيقت جي مغز کان خالي هوندا. جيڪڏهن مومن جهنم ۾ ويندا ته اهي پختا ڪرڻ جي لاءِ موڪليا ويندا ۽ ان سان انهن جي گناهن جو ازالو ٿي ويندو. الله تعاليٰ حڪمت وارو آهي ۽ اهو هميشه جي لاءِ حڪمت وارو آهي. اهو قاعدو جاري رهندو ته مغز کي جهنم ۾ نه ساڙيو ويندو. مغز وارا ته ايتري قدر بهتر هوندا جو انهن جي شفاعت سان ڪل وارا به بخشيا ويندا. جيڪڏهن عنايتِ خداوندي ۽ جذبِ الاهي مُنهن موڙڻ واري جي سرڪوبي ڪري ته ان کي شراب جي خواهش پيدا ٿي ويندي. جهڙي طرح ان فقيه کي پيدا ٿي ويئي هئي ۽ جيڪڏهن عنايتِ خداوندي سرڪوبي نه ڪري ته ان فقيه وانگر بادشاهن جي شرابن کان محروم رهندو جيڪو سرڪوبي کان اڳ ۾ محروم هو.

بادشاه ساقي کي چيو ته هن فقيه جي طبيعت نيڪ ڪر ۽ هن کي شراب ڏي. جهڙي طرح ساقيءَ فقيه جي طبعيت نيڪ ڪئي اهڙيءَ طرح هر عقل تي هڪ پوشيده حاڪم آهي جيڪو عقل کي خودي مان بي خود ڪندو آهي. ان ذات جي قبضي ۾ پوري ڪائنات آهي. آسمان ان جي معمولي حڪم جو پابند آهي. جيڪڏهن ڪنهن عقل ۾ تابع ڪرڻ جي طاقت آهي ته اِها ان جي عطا ڪيل آهي. ساقي ان فقيه کي ڪجهه ٽڪ هنيا جنهن سان ان جو عقل صحيح ٿي ويو. مست ۽ خوش ٿي ويو. باغ جي گل وانگر ٽڙي پيو. مسخري، مذاق ۽ خوش طبع ۾ لڳي ويو. مستي ۽ خوشيءَ ۾ چِٽيون وڄائڻ لڳو. بيت الخلاء ڏانهن ويو تان ته پيشاب به ڪري. بيت الخلاء ۾ بادشاه جي ٻانهين مان چند جهڙي خوبصورت ٻانهي هئي. جڏهن ان کي ڏٺائين ته وات ڦٽجي ويس ۽ عقل هليو ويس. جسم رهجي ويو. سڄي عمر ڪنوارو، مشتاق ۽ مست رهيو هو. ٻنهي هٿن سان ٻانهي کي جهلڻ جي ڪوشش ڪيائين. ٻانهيءَ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي، شور ڪيو پر ڪجهه نه ٿيو، اهڙي وقت ۾ عورت مرد جي هٿ ۾ ائين هوندي آهي جيئن ڳوهيل اٽو نانوائي جي هٿن ۾ هُجي. نانوائي اَٽي کي اُٿلائيندو پٿلائيندو ۽ موڙيندو مهٽيندو رهندو آهي، اهو ئي حال مرد عورت جو ڪندو آهي. مطلب ته جهڙي طرح نانوائي اٽي ۾ تصرف ڪندو آهي اهڙي طرح مرد عورت سان ڪندو آهي. اهڙي طرح عاشق ۽ معشوق ويڙهجي ويندا آهن. ڪائنات ۾ هر عاشق جو پنهنجي معشوق سان اهو ئي طريقو آهي. جهان جي شين ۾ پاڻ ۾ جذب آهي ۽ اهي هڪ ٻئي تي عاشق آهن، جنهن کي مولانا متعدد مقامن تي بيان ڪري چُڪو آهي. مرد ۽ عورت جي راند ٻئي نموني جي آهي ۽ ڪائنات جي ٻين شين جي راند ۽ چنبڙڻ ٻئي نموني جو آهي. قرآن پاڪ ۾ مرد ۽ عورت جي حقن جو ذڪر بطور مثال جي ڪيو ويو آهي ورنه اهو جوڙ فقط مرد ۽ عورت جو نه آهي. قرآن ۾ فرمايو ويو آهي ته مرد جيڪڏهن عورت کي طلاق ڏي ۽ جُدا به ڪري ته بري طرح نه ڪري. فرمايو ويو ته اَوْ تَسْرِيْحٌ بِاِحْسَانٍ (البقره:229) يا ان کي بهتر طريقي سان جدا ڪرڻو آهي. شاديءَ واري رات ڪنوار جو هٿ مرد جي هٿ ۾ بهتر امانت طور ڏنو ويندو آهي، جهڙي طرح مرد ۽ عورت جا حق آهن. اهڙي طرح عورت جا حق آهن، اها به الله تعاليٰ بطور امانت انسان جي هٿ ۾ ڏني آهي.

بزرگ رومي رحمة الله عليه وري ان فقيه جو ذڪر شروع ڪيو آهي جيڪو ٻانهي مان اهو اهڙو بيخود ٿيو جو ڪانئس پاڪدامني، زُهد ۽ تقويٰ رُخصت ٿي ويا. اهو فقيه ٻانهيءَ کي چنبڙي پيو ۽ ان جي شهوت جي باه ٻانهيءَ جي ڪپهه ۾ لڳي وئي جان جان سان پيوست ٿي ويئي. ڪهڙو شراب، ڪهڙو بادشاه، ڪهڙو حياءَ. ڪهڙو دين ڇا جو ساه جو ڊپ؟ ٻنهي پنهنجي مراد حاصل ڪري ورتي ۽ هر هڪ جي دل خوش ٿي ويئي. دير ٿي ويئي، واپسيءَ جو رستو ڪٿي آهي؟ بادشاه جو انتظار به حد کان وڌي ويو. بادشاه آيو تان ته واقعو ڏسي. فقيه ٻانهيءَ وٽان ڀڳو. فوراً مجلس ۾ پهچي ويو. شراب جو جام هٿ ۾ ڪنيائين. بادشاه دوزخ وانگر ڀڙڪي رهيو هو ۽ ٻنهي بدڪارن جي خون جو پياسو ٿي رهيو هو. جڏهن فقيه بادشاه جي ڪاوڙ ۾ اها حالت ڏٺي ته فوراً زور سان ساقيءَ کي چيائين ته سست جو ويٺو

آهين، بادشاهه کي جام ڏي ۽ هِن جي طبيعت ٺيڪ ڪر! هي اهو ئي جملو آهي جيڪو بادشاهه فقيهه جي ناگواري وقت چيو هو. بادشاهه کِلي پيو، چيائين ته اي پهلوان! آئون مزاج تي اچي ويس، اها ٻانهي مون توکي بخش ڪئي. آئون بادشاهه آهيان، منهنجو ڪم انصاف ۽ عطا آهي. آئون به اهو ئي ڪاوان ٿو جيڪو ڪنهن ٻئي کي ڪارايان ٿو، جيڪو پنهنجي لاءِ ناپسند ڪريان ٿو، دوستن جي لاءِ به ناپسند ڪريان ٿو. آئون جيڪو ڪجهه پڪو ڪاوان ٿو غُلامن کي اهو ئي ڪارايان ٿو، آئون جيڪو پايان ٿو متعلقين کي به اهو ئي پارايان ٿو. حضور صلي الله عليه وسلم جن غُلامن جي باري ۾ فرمايو آهي ته ”جهڙي قسم جو توهان پايو اُن قسم جو انهن کي پارايو، جيڪو توهان کائو اهو انهن کي به کارايو“ بادشاهه جي اجازت سان اهو فقيهه روانو ٿي ويو ۽ ٻانهي به پاڻ سان گڏ وٺي ويو. الله تعاليٰ مهرباني ڪئي.

هاٿي وري بزرگ وڏي پاءُ جي ڳالهه ڪري ٿو. اُن وڏي پاءُ پنهنجو پاڻ کي مخاطب ٿي چيو: تون ڀين کي صبر ڏياريندو هئين، هاٿي خود صبر ڪر. پنهنجي مرّسيءَ سان پنهنجي طبيعت ٺڪاڻي تي آڻ ۽ عقل صبر انديش کي رهنما بناءِ. صبر جي رهنمائي هوندي ته عرش ۽ ڪرسي جي بُلندي حاصل ٿيندي. حضور صلي الله عليه وسلم ڪافرن جي ايذاءِ رساني تي صبر ڪيو. تڏهن بُراق تي ويهي ڪري پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم آسمان جي طبقن تي پهچي ويا. جڏهن حضرت ايوب عليه السلام صبر ڪيو ته اُن جي لاءِ چوڻڪاري جو دروازو کُلي ويو. مطلب ته صبر اعليٰ شيءِ آهي. جڏهن صبر ڪشادگيءَ جي ڪُنجي آهي ته تڪڙ ۾ ڇو پيو آهين؟ صبر جي فضيلت جي حد نه آهي، ٽيئي شهزادا چين مُلڪ ڏانهن روانا ٿي ويا تان ته محبوبه کي ويجها ٿي سگهن. جيڪڏهن محبوبه جو وصل حاصل نه ٿئي ته به جيترو ويجهڙائي ٿئي بهتر آهي.

**شهزادن جي پنهنجي مقصد کي ويجهو ٿيڻ جي جستجو**

هرسه شهزاده چو کار اُفتاد شان

عشق درخور گوشمالی داد شان

ترجمو: ”جڏهن ٽنهي شهزادن جو واسطو پيو ته عشق انهن جي مناسب ڪن مهٽ ڪئي.“

شهزادا ڀين کي صبر جي تلقين ڪندا هئا پر جڏهن خود عشق ۾ مبتلا ٿيا ته اُن عشق هُنن جي ڪافي ڪَنَ مروڙ ڪئي. جيڪي ڪجهه ٿيڻو هو اهو ٿي ويو ۽ انهن وڌيڪ انتظار ڪونه ڪيو. فوراً چين روانا ٿي ويا، يا مطلب هي آهي ته اها روانگي ئي سڀ ڪجهه هئي ۽ ايندڙ واقعا ان جا فروعات آهن. انهن عشق اختيار ڪيو ۽ اُن جي عملي تصديق ڪئي. ماءُ پيءُ ۽ مُلڪ کي ڇڏيائون. چين جي شهزادي جيڪا پردن ۾ لِڪل هئي اُن ڏانهن روانا ٿي ويا. ابراهيم بن ادهم رحمة الله عليه وانگر سلطنت کي خير باد چيائون. عشق انهن کي بي سروپا فقير بنائي ڇڏيو. حضرت ابراهيم عليه السلام خوشيءَ سان باهه ۾ وڃڻ پسند ڪيو ۽ پنهنجي دعوت کان ڦِريو ڪونه حضرت اسماعيل عليه السلام پنهنجي قرباني ڏيڻ تي راضي ٿيو، عشق ۽ اُن جي خنجر اڳيان ڪنڌ رکيائين.

**امرءُ القيس جي حڪايت**

امرءُ القيس عرب جو مشهور شاعر هو. سندس هڪ شعر آهي ته: قِفَانَبْكِ مِنْ ذِكْرٰى حَبِيْبٍ وَّمَنْزِلِ ”توهان ٻئي بيهو، اسين محبوب ۽ منزل جي ذڪر سان روئون.“

جڏهن سيئي عورتون دل ۽ جان سان اُن جي جستجو ۾ هيون. تعجب آهي ته ان جي اها دانهن ڪنهن جي لاءِ هئي؟ شايد جُن ڄاڻي ورتو هو ته اهي سڀ تصويرون آهن جيڪي مٽيءَ جي تختن تي نقش ڪيون ويون آهن. نيٺ امرءُ القيس جي اهڙي حالت ٿي ويئي جو اڌ رات جو مُلڪ ۽ اولاد کان ڀڄي نڪتو ۽ پنهنجو پاڻ کي گودڙيءَ ۾

لڪايائين ۽ هڪڙي ملڪ مان ٻئي مُلڪ ۾ اُن ذات جي طلب ۾ هليو جيڪا مُلڪ کان پاڪ آهي ۽ الله (تعاليٰ) پنهنجي رحمت سان جنهن کي چاهي خاص ڪري ٿو ۽ الله تعاليٰ وڏي فضل وارو آهي.

امرؤ القیس از ممالک خشک لب
هم کشیدش عشق از خطهٔ عرب

ترجمو: "اُجاري امرءُ القيس کي عشق عرب جي خِطي مان ڇڪيو."

اهو امرءُ القيس جيڪو سلطنت کان محروم ٿيو، اُن کي بہ عشق خطۂ عرب کان جدا ڪيو. حسين بہ هو، شاعر ۽ پنهنجي فن جو ماهر شخص هو، جڏهن مٿس عشق جو اثر ٿيو تہ هر شيءِ کان اُن جي دل ڪَٽي ٿي وئي. امرءُ القيس تي جڏهن الله تعاليٰ جي عشق جو اثر ٿيو تہ حڪومت ڇڏي اڌ رات جو ڀڳو. پنهنجو وطن ڇڏي تبوڪ جي علائقي ۾ پُهتو ۽ اُتي سِرون ٺاهڻ لڳو. ماڻهن تبوڪ جي بادشاهہ کي ٻڌايو تہ امرءُ القيس بادشاهہ هتي فقير بنجي آيو آهي ۽ سِرون ٺاهي پيو، عشق جي چوٽ لڳي اٿس! تبوڪ جو بادشاهہ رات ۾ امرءُ القيس وٽ پُهتو ۽ چوڻ لڳو تہ حسن ۽ جمال ۾ تون هن دور جو يوسف آهين، مُلڪ ۽ حسن تنهنجو غلام آهي، مرد تنهنجي تلوار جي ڪري تنهنجا غلام آهن ۽ عورتون تنهنجي حسن جي ڪري تنهنجيون ٻانهيون آهن، جيڪڏهن تون مون وٽ رهين تہ منهنجي خوش نصيبي ٿيندي. تو پنهنجي مردانہ همت سان پنهنجي مُلڪ کي ڇڏيو، آئون ۽ منهنجو مُلڪ هاڻي تنهنجا آهيون. تبوڪ جي بادشاهہ اُن سان گهڻيون دانائي جون ڳالهيون ڪيون پر هو خاموش رهيو. پوءِ اُن پنهنجي مُنهن تان پردو هٽايو. خبر نہ آهي تہ امرءُ القيس تبوڪ جي بادشاهہ جي ڪن ۾ عشق ۽ درد جي ڪهڙي ڳالهہ ڇئي جو اُن کي بہ پاڻ جهڙو بنائي ڇڏيائين. تبوڪ جي بادشاهہ امرءُ القيس جي هٿ ۾ هٿ ڏيئي اُن جو ساٿي بنجي ويو ۽ ڪيس شاهي تخت ۽ تاج کان بيزاري ٿي وئي. ٻئي بادشاهہ ڏورانهن مُلڪن ڏانهن هليا ويا. عشق کان اها ڪرامت پهريون دفعو صادر ڪونہ ٿي آهي. اهو ڪم عشق سوين دفعا ڪري چُڪو آهي. عشق جو اهو اثر وڏن تي ئي نہ آهي ٻارن تي بہ آهي. عشق وڏن لاءِ ماڪي ۽ ٻارن لاءِ کير آهي ۽ ٻيڙيءَ جو اهو بوجهہ آهي جنهن جي رکڻ تي وزن ايترو وڌيو وڃي جو ٻيڙي ٻُڏڻ لڳي. عشق اهو وزن آهي جنهن جي رکڻ سان انسان جي ٻيڙي ٻُڏي ويندي آهي.

عشق امرءُ القيس ۽ تبوڪ جي بادشاهہ سميت سوين بادشاهن جا محل اجاڙي ڇڏيا! ڪيخسرو جو پيءُ سياوش پنهنجي پيءُ ڪيڪائوش کان ناراض ٿي ڪري توران جي بادشاهہ افراسياب وٽ هليو ويو هو جنهن کي ڪنهن وقت افراسياب ماريو هو. ڪيخسرو توران ۾ ئي پيدا ٿيو ۽ اُن اُتي پرورش حاصل ڪئي پوءِ پنهنجي ڏاڏي ڪيڪائوش وٽ آيو ۽ ڏاڏي جي مرڻ کانپوءِ تخت نشين ٿي هُن افراسياب کان پنهنجي پيءُ جو انتقام ورتو ۽ وري هڪ وقت آيو جو پنهنجي پٽ لهراسپ کي تخت تي ويهاري يادِ الاهي ۾ جهنگ منهن ڪيائين ۽ لاپتہ ٿي ويو. ٽيئي شهزادا چين ۾ پهچي ڪري هيڏانهن هوڏانهن ڦِرندا رهيا. پنهنجي عشق جو راز بہ خطرناڪ هُجڻ جي ڪري ظاهر نہ ٿي ڪيائون. جڏهن عشق ۾ معشوق يا اُن جي سرپرستن جي ڪاوڙ جي ڪري غضبناڪي پيدا ٿي ويندي آهي تہ پوءِ عاشقن جا مٿا ڪوڏين جي قيمت ٿي ويندا آهن. عشق جي خوشيءَ ۾ معشوق جون ادائون قتل ڪنديون آهن. جڏهن اُن جي خوشيءَ جي حالت جو اثر اهو آهي تہ ڪاوڙ جي حالت جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي. عاشق بهرحال اُن تي جان قربان ڪرڻ جو خواهشمند رهندو آهي. فراق جي هزارين زندگين کان عاشق مرڻ کي بهتر سمجهندو آهي ۽ عشق جي غلاميءَ تي سوين سلطنتون قربان ڪندو آهي. جيئن تہ راز جي ظاهر ٿيڻ ۾ خطرو هو انهيءَ ڪري ٽنهي ان معاملي ۾ پاڻ ۾ ڳالهہ ٻول جي لاءِ ڪجهہ اصطلاح ٺاهي ورتا هئا. سندن راز جو سواءِ خدا جي ڪو محرم نہ هو. انهن جي آهہ جو آسمان کان سواءِ ڪو ساٿي ڪونہ هو. جڏهن اهي پاڻ ۾ درد ۽ عشق جون ڳالهيون ڪندا هئا تہ انهن اصطلاحن ۾ ڪندا هئا. بزرگ

روميؒ انهن شهزادن جي اصطلاح سازيءَ کان بزرگن جي اصطلاحن ڏانهن منتقل ٿئي ٿو ۽ چوي ٿو تہ عوام بزرگن جا اصطلاح سکي وٺن ٿا ۽ انهن جي حقيقي معنائن کان بي خبر هوندا آهن ۽ انهن اصطلاحن کي پنهنجي شان ۽ شوڪت وڌائڻ جي لاءِ ڪم ۾ آڻيندا آهن. بزرگن جا اصطلاح انهن جي لاءِ ائين آهن جيئن ڪو شخص پکين جي ٻولي ٻڌي وٺي پر جيڪو اُن جو مقصد آهي ان کي نہ سمجهي. پکين جي ٻولي حضرت سليمانؑ ئي سمجهي سگهندو هو. اهڙي طرح عارفن جي ڪلام کي عارف ئي سمجهي سگهي ٿو. صخر نالي جن جيڪڏهن حضرت سليمانؑ جي مُلڪ تي قبضو بہ ڪيو ۽ اُن جهڙي شڪل بہ اختيار ڪيائين. پر هو اُن منطق الطير (پکين جي ٻولي) کي نٿي سمجهي سگهيو. اهو ئي حال مز ورين جو آهي.

حضرت سليمانؑ فرمايو هو تہ اسان کي پکين جي ٻولي سيکاري وئي آهي. اي مخاطب! تون انهن هوائي پکين کي ڏسي ڳالهہ سمجهي وٺ، تہ تون انهن جي ٻولي ٻڌي وٺين ٿو پر اُن جو مفهوم نٿو سمجهين. عارفن مان ڪجهہ اهي آهن جن کي علمِ لُدني حاصل آهي. بزرگ، عارفن مان مراد انهن جو روح ورتو آهي جنهن جو مقام عرش کان بہ مٿانهون آهي. هر خيال جي لاءِ آسان نہ آهي تہ اُن جي مقام ۽ فيض جو مشاهدو ڪري سگهي. جيڪي عارف اُن مقام ۽ استفاضہ جو مشاهدو ڪن ٿا اهي هر وقت نٿا ڪن پر ڪجهہ حالتن ۾ مشاهدو ڪن ٿا وري انهن کي فراق حاصل ٿي وڃي ٿو. انهن ماڻهن جي جُدائي قطع تعلق جي ڪري نہ آهي پر جسم سان تعلق جي مصلحت جي بنياد تي آهي. ڇاڪاڻ تہ اُن فيض جي لاءِ جسم جي بقا بہ ضروري آهي. انهيءَ ڪري اهو مشاهدو منقطع ڪيو ويندو آهي ۽ تجليات جو سج ڪڪر ۾ غائب ٿي ويندو آهي. جيئن تہ جسم کي بہ قائم رکڻو آهي انهيءَ ڪري تجليات ان روحي جسم کان مخفي ٿي وڃن ٿيون تان تہ بدن جي اُن برف کي سج جون تجليون بلڪل ڳاري نہ ڇڏين. مطلب تہ عارفن کان پنهنجي روح جي اصلاح ڪراءِ، انهن جا اصطلاح چورائي استعمال نہ ڪر.

زُليخا رازداريءَ جي لاءِ مختلف اصطلاح ٺاهي ڇڏيا هئا. حرمل ۽ اگر چئي حضرت يوسفؑ مراد وٺندي هئي. جڏهن نظر لڳندي آهي تہ حرمل (ڪاري داڻي جهڙو پسارڪو وکر) جو دونهون ڏيندا آهن. عود جي ڪاٺي خوشبوءَ جي لاءِ ٻاري ويندي آهي. جيڪي اُن جا همراز هئا اهي انهن لفظن مان حضرت يوسفؑ جي متعلق سمجهي ويندا هئا. جڏهن هوءَ هي چوندي هئي تہ ميڻ نرم ٿي ويئي تہ اِن جو مطلب هي هوندو هو تہ اڄ حضرت يوسفؑ مون تي مهرباني ڪئي. جڏهن هوءَ چوندي هئي تہ ڏسو چنڊ اُڀري آيو تہ اُن جو مطلب هي هوندو هو تہ يوسفؑ اچي ويو. جڏهن هوءَ چوندي هئي تہ بيد مُشڪ جي ٽاري سائي ٿي ويئي تہ مطلب هوندو هو تہ وصل جي اُميد پيدا ٿي ويئي آهي. جڏهن هوءَ هوندي چوندي هئي تہ پاڻي عمده لهرون ڪائي پيو، اُن جو مطلب هوندو هو تہ اُميدن جو درياءَ موجزن آهي. جڏهن چوندي هئي تہ حرمل سڙي رهيو آهي تہ ان جو مطلب هي هوندو هو تہ رقيب سڙي رهيو آهي ۽ جڏهن چوندي هئي تہ پن لڏي رهيا آهن تہ ان جو مطلب هوندو هو تہ هر حسين حضرت يوسفؑ جو دلداده آهي ۽ جڏهن چوندي هئي تہ گل بلبل سان راز سليو آهي تہ ان جو مطلب هوندو هو تہ اڄ ڳالهيون ٿيون ۽ جڏهن چوندي ئي تہ بادشاهہ شهباز سان راز بيان ڪيو تہ ان جو مطلب هي هوندو هو تہ اڄ حضرت يوسفؑ منهنجي حال جو ذڪر ڪيو ۽ جڏهن چوندي هئي تہ ٻاڳ برڪت پريو ٿي ويو تہ ان جو مطلب هي هوندو هو تہ اڄ ديدار ميسر ٿيندو ۽ جڏهن هيئن چوندي هئي تہ سامان پٽيو تہ ان جو مطلب هي هوندو هو تہ مون وٽ محرم راز ڪانسواءِ ڪوبہ نہ رهي ۽ جڏهن چوندي هئي تہ پکالي پاڻي ڪٽي آيو تہ ان جو مطلب هي هوندو هو تہ وصل جي پاڻيءَ سان سيرابي جو وقت اچي ويو. جڏهن چوندي هئي تہ سج اُڀري آيو تہ مطلب هي هوندو هو تہ وصل جو ڪرڻو ظاهر ٿيو آهي. جڏهن چوندي هئي تہ ڪلهہ رات ان ديگ رڌي آهي تہ ان جو مطلب هي هوندو هو تہ وصل جا اسباب مُهيا ڪيا ويا آهن. جڏهن چوندي هئي تہ مانيون بنا لوڻ جي آهن تہ ان جو مطلب هوندو هو تہ وصل جا اسباب سازگار نہ آهن. جڏهن چوندي هئي تہ آسمان

اُبتو ڦري پيو ته ان جو مطلب هوندو هو ته وصل جي تدبير جو نتيجو اُبتو نڪتو. جڏهن چوندي هئي ته منهنجي مٽي ۾ سور آهي ته ان جو مطلب هوندو هو ته فراق جا اثر پئجي رهيا آهن ۽ جيڪڏهن چوندي هئي ته مٽي جو سُور صحيح ٿي ويو ته ان جو مطلب هي هوندو هو ته وصل جي جهلڪ نظر اچي ويئي. جيڪي رازدان هوندا هئا اهي مطلب سمجهي ويندا هئا ۽ اهو طريقو اِن لاءِ اختيار ڪيو هئائين ته رازدانن ۾ غير به هئا. جيڪڏهن هوءَ ڪنهن جي تعريف ڪندي هئي ته ان شيءِ مان مراد حضرت يوسف﵇ جو وصل هوندو هو ۽ جيڪڏهن بُرائي ڪندي هئي ته ان جو مطلب هوندو هو فراق. حضرت يوسف﵇ جو تذڪرو زليخا لاءِ غذا جو ڪم ڏيندو هو. اهڙي طرح هوءَ حضرت يوسف﵇ جي ڳالهه سان پنهنجي اُڃ اجهائيندي هئي ۽ ان جي لاءِ حضرت يوسف﵇ جو ذڪر شربت بڻجي پوندو هو. يوسف جو ذڪر زليخا جي درد جو علاج هوندو هو. سياري ۾ ان جي ذڪر سان بدن ۾ حرارت پيدا ڪندي هئي. خواص الله جي ذڪر سان اهو ئي فائدو وٺندا آهن پر عوام جي ذڪر ۾ جيئن ته عشق شامل نه آهي انهيءَ ڪري سندن ذڪر جو اهو اثر به نه آهي. خدا جو نالو عشق سان ته اثر ڪري ٿو پر فنا جي مقام تي پهچڻ ڪانپوءِ خود فاني جو نالو اهو اثر ڪندو آهي جيڪو خدا جو نالو ڪري ٿو.

هاٿي حضرت عيسيٰ جو "قُمْ بِإِذْنِيْ" جو هو. جڏهن فاني جي جان الله جي ذات سان متصل ٿي ويئي ته ان جان جو ذڪر ڪرڻ خدا جو ذڪر ڪرڻ آهي ۽ خدا جو ذڪر ڪرڻ ان جان جو ذڪر ڪرڻ آهي. فاني هاٿي پنهنجي ذات ڪان خالي آهي ۽ الله جي عشق سان ڀريل آهي. پيالي مان اهو ئي ڳڙندو آهي جيڪو پيالي ۾ هوندو آهي. هاٿي ان فاني جا طبعي افعال به الله تعاليٰ سان معاملي جا مخير هوندا. ان جو ڪِلڻ وصل جي ڪري هوندو ۽ ان جو روئڻ فراق جي ڪري هوندو. عام انسانن جي دلين ۾ سوين مرادون آهن. اهو عشق جو مذهب نه آهي. عاشق جي دل ۾ فقط معشوق جي حصول جي مُراد هوندي آهي. عاشق ڪي ته هر شيءِ ۾ معشوق جي جهلڪ نظر ايندي آهي. سج ۾ به هو معشوق جي جهلڪ ئي پسندو آهي. هو سج جي سوجهري کي ان جو ذاتي نور نٿو سمجهي بلڪ ان کي فقط نورِ حق جو مظهر ئي سمجهي ٿو ۽ سج کي خالي ان محبوب جي چهري جو نقاب سمجهي ٿو. سج جي سوجهري کي جيڪو ان جو ذاتي نور سمجهي اهو سج جو پوڄاري آهي، ان سان تعلق ٽوڙي ڇڏ. عاشق جو ته سڀ ڪجهه اهو ئي معشوق آهي. ان جو ڏينهن به اهوئي آهي ان جي خوراڪ به اهائي آهي. دل به اهائي آهي ۽ دل سوزي به اهائي آهي. مڇيءَ کي سڀ ڪجهه پاڻي مان حاصل آهي. اهڙي طرح خدا جي عاشق کي به سڀ ڪجهه عين ذات مان حاصل ٿيندو آهي، چاهي خوراڪ هجي يا پوشاڪ هجي. عاشق معشوق ڪانسواءِ ڪنهن سان تعلق نٿو رکي، جيئن ڪير پياڪ ٻار فقط کير کي چاڻندو آهي. ٻار کير کي في الجمله چاڻندو آهي ان جي حقيقت ڪان واقف نه هوندو آهي، اهو ئي حال عارف جو آهي جو هو ذاتِ خداوندي جو عاشق آهي پر ان جي حقيقت ڪان واقف نه آهي. عوام عارف جي ان علم ڪان به محروم آهن. ان جو سبب هي آهي ته بدني تعلق سندن روح کي محروم ڪري ڇڏيندو آهي. ان پڳل تعويذ روح کي بي وقوف بڻائي ڇڏيو. گِرد نامر اهو تعويذ آهي جيڪو ڪنهن پڳل جي لاءِ ڪيو ويندو آهي تان ته پنهنجي وطن واپس موٽي اچي. مطلب بدني تعلقات آهن. هاٿي ان جو روح فاتح (الله تعاليٰ) ۽ مفتوح (مخلوق) ۾ امتياز نٿو ڪري. عام انسان جي اها حالت سلوڪ ڪان پهريان هوندي آهي. جڏهن هو سلوڪ اختيار ڪندو آهي ته ان جي اها حالت نه رهندي آهي. ان جا بدني تعلقات ختم ته ڪونه ٿيندا آهن پر هاٿي درياءِ حقيقت ان جو حامل بڻجي ويندو آهي. سالڪ جڏهن ان حقيقت کي تلاش ڪري ٿو ته خود بخار (ٻاڦ) ٿي ويندو آهي. جهڙي طرح وهڪرو سمنڊ ۾ پهچي ڪري بخار (ٻاڦ) ٿي ويندو آهي. ٻج جڏهن بخار (ٻاڦ) ٿي ويندو آهي تڏهن انگور بڻجي ظاهر ٿيندو آهي. صدرِ جهان جي مقولي "تان مردي" جو اهو ئي مطلب هو.

وڏي عرصي کانپوءِ وڏي ڀاءُ جو بي صبر ٿيڻ

آں بزرگیں گفت اے اخوانِ من
ز انتظار آمد بلب ایں جانِ مَن

ترجمو: "وڏي چيو: اي منهنجا ڀائرو! انتظار جي ڪري منهنجو ساهه چپن تي اچي ويو آهي."

وڏي ڀاءُ ٻنهي ننڍن ڀائرن کي چيو ته صبر جي ڪري ساهه ٿو وڃيم. هاڻي مون کي موت جي ڪا پرواهه نه آهي. موت آتشِ فراق کان بهتر آهي. هاڻي صبر منهنجي وس کان ٻاهر آهي. فراق جي حالت ۾ زنده رهڻ نفاق آهي جيڪو مناسب نه آهي. فراق مون کي هر وقت قتل ڪري ٿو. هاڻي منهنجو سِرقلم ڪري ڇڏيو جيئن فنا کانپوءِ بقا حاصل ٿي وڃي، آئون معنوي زندگي حاصل ڪرڻ چاهيان ٿو. ظاهري زندگي منهنجي لاءِ ذلت آهي. شهيد گناهن کان پاڪ ٿي ويندو آهي. جسماني واسطن کان جدا ٿي ڪري روح وڌيڪ روشن ٿي ويندو آهي. آئون گهٽي وقت کان اِها صدا ڏيئي رهيو آهيان ته منهنجي موت ۾ منهنجي زندگي آهي. بدڪ پاڻيءَ جي طوفان کان نٿي ڊڄي، آئون به قتل کان نٿو ڊڄان. بدڪ جو پير خود ٻيڙي آهي ۽ هوءَ ٻيڙي جي ٽٽڻ کان نٿي ڊڄي. جڏهن عشق سان منهنجي زندگي آهي ته ان عشق جي دعويٰ کان آئون ڪيئن خاموشي اختيار ڪريان. اِها منهنجي استغراقي ڪيفيت آهي. عوام ان کي ننڊ سمجهي ٿو پر اِها ننڊ نه آهي. عشق ۾ ڪنڌ ڪٽجڻ ائين آهي جيئن ميڻ بتي کي اُجهائڻ آهي، جنهن سان ان جي روشني اجان وڌي ويندي آهي.

عشق جي آتش جيڪڏهن جسم جي ڪري کي فنا ڪري ڇڏي ته ڪا پرواهه نه آهي. جسم جي ڪري ڪانسواءِ محبوب جو ڪرو ان جي لاءِ ڪافي آهي. عشق لامحاله ڪاميابي جو سبب بڻبو آهي. حضرت يعقوب عليه السلام جي عشق کيس ڪامياب ڪيو. ڀائرن جيتوڻيڪ ان جو جسم لِڪائي ڇڏيو هو پر حضرت يوسف عليه السلام جي قميص راز کولي وڌو ۽ حضرت يعقوب عليه السلام سمجهي ويو ته اهو زندهه آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن منهنجي محبوبہ لڪل آهي ته ڪاميابي ضرور ٿيندي. ٻنهي ڀائرن وڏي ڀاءُ کي چيو ته پنهنجو پاڻ کي خطرن کان بي خبر نه بڻاءِ. هڪ ته اسين عشق ۾ مبتلا آهيون وڌيڪ تنهنجي جدائي پريشان ڪندي. اها خطرناڪ ڳالهه آهي خطرناڪ رستو تجربيڪار جي تدبير سان طئي ڪري سگهجي ٿو. جنهن پکي جا پر نه ڦُٽا هجن جيڪڏهن اِهو بلند پروازي اختيار ڪندو ته خطري ۾ پئجي ويندو.

انسان جا پر ۽ وار انسان جو عقل آهي. جيڪڏهن ان جو عقل ڪامل نه هجي ته ڪنهن رهبر جي عقل کي رهنما بناءِ يا انسان خود مڪمل هجي ورنه ڪنهن مڪمل جي تلاش ڪري. خود صاحبِ نظر هجي ورنه ڪنهن صاحبِ نظر کي تلاش ڪري. عقل ۽ نظر ڪانسواءِ ان سلوڪ جي راهه جو دروازو کڙڪائڻ دين نه پر نفساني خواهش ٿيندي. نفساني خواهشن ۽ دوا جي هڪجهڙن زخمن جي ڪري هڪ عالم چار ۾ قاتل آهي. نقش جي مڪارين جو مثال هي آهي ته اهو نانگ آهي جيڪو سيني تي موت وانگر وات ۾ پن وجهيو بيٺو آهي. اهو نانگ گاهه ۾ گاهه جي پنن وانگر بيٺو آهي. پکي سمجهي ٿو ته اِهو به ڪر گاهه آهي. پوءِ جڏهن کائڻ جي لاءِ ويهي ٿو ته موت جي منهن ۾ هليو وڃي ٿو يا هيءُ مثال سمجهو ته هڪ مانگر مڇ مُنهن کوليو وينو آهي ۽ اُن جي ڏندن تي وڏا ڪيڙا پيا آهن. اهي ڪيڙا ان گوشت مان پيدا ٿيا آهن، جيڪو ان ڦهريان ڪنهن شيءِ جو ڪاڌو هو. پکي انهن ڪيڙن کي خوراڪ سمجهي انهن تي اچي ويهي ٿو ته مانگرمڇ پنهنجو وات بند ڪري ٿو. ان مانگرمڇ جو پيٽ جڏهن پکين سان ڀرجي وڃي ٿو تڏهن اِهو پنهنجو منهن فورن بند ڪندو آهي. هن جهان کي اهڙي طرح جو مانگرمڇ سمجهه. لومڙي به مٽيءَ ۾ پنهنجو پاڻ کي لِڪائي شڪار ڪندي آهي. پنهنجو پاڻ کي مِٽيءَ ۾ لڪائيندي آهي تان ته ڪانگ ڏوڪي سان اُتي اچي وڃي ۽ اها ٺُڳيءَ سان ان کي جهلي وٺي. جڏهن حيوانن ۾ اهڙي طرح جا لکين مڪر آهن ته انسان جي مڪرن جو پاڻ اندازو

لڳايو. انسان جو مڪر ھيءُ آھي جو ھٿ ۾ قرآن ۽ ڪڇ ۾ زھر پريل خنجر ھوندو آھي. اھو بظاھر نيڪ ماڻھو زبان سان تہ توکي پنھنجو مولىٰ ۽ آقا چئي رھيو آھي پر دل ۾ تنھنجي لاءِ دُشمني پريل اٿس. حقيقت ۾ قاتل زھر آھي بظاھر ماکي ۽ کير نظر اچي رھيو آھي جڏھن نفس جي اِھا ڏوکي بازي آھي تہ سُلوڪ سچي سونھين کانسواءِ اختيار نہ ڪر. نفس جون سڀ لذتون مڪر ۽ ڏوڪا آھن ۽ ان جو مثال ڪنوڻ آھي جنھن ۾ چمڪاٽ ھوندو آھي ۽ ان جي آسپاس ھاڃو ۽ اونداھ ھوندي آھي. ڪنوڻ ۾ مختصر روشني بہ ھوندي آھي پر ان جي ان چمڪاٽ ۾ نہ تون خط پڙھي سگھين ٿو نہ گھوڙي کي منزل تائين پھچائي سگھين ٿو. جيئن تہ تون نفس جي ڏوکي ۾ مبتلا آھين ۽ ناپائيدار ڪنوڻ کان روشني حاصل ڪرڻ چاھين ٿو، ان ڏوھ جي ڪري ڪامل عارف توکان مُنھن موڙين ٿا.

اھو ڪنوڻ جو چمڪاٽ توکي اونداھ واري جھنگ ۾ پھچائي رھيو آھي. تنھنجي رفتار بہ ھيئن ھوندي آھي جو ڪڏھن ڪنھن جبل تي چڙھين ٿو ڪڏھن نھر ۾ ھيڏانھن ھوڏانھن ڪِرين ٿو. تون خود رھبر ڪامل کي نٿو ڏسين ۽ جيڪڏھن اھو ڪامل از راهِ ڪرم توتي نظر ڪري توکي نصيحت ڪري ٿو تہ تون اُن کان منھن موڙين ٿو ۽ ھيئن سوچين ٿو تہ مون ڪافي سفر ڪري ورتو پر ھي ڪامل مون کي رستي تان ڀٽڪيل سمجھي ٿو. جيڪڏھن آئون اُن جي ڳالھ تي عمل ڪندس تہ پوءِ نئين سر سفر شروع ڪرڻو پوندو! تون ان ڪامل کي چوندو آھين تہ مون ڪافي عمر خرچ ڪري ڇڏي، جيڪي ڪجھ ٿيڻو آھي اھو تي ويندو، توھان مون کي ڪجھ نہ چئو. ڪامل عارف توکي چوندو آھي تہ تنھنجو خالي خيال آھي تہ تو رستو طئي ڪيو آھي! تون وحي جي روشني ۾ تورو سفر ڪري منزل تائين پھچي ويندين! تو محض پنھنجي گُمان سان رستو طئي ڪيو آھي ۽ الله تعالىٰ جي معاملي ۾ گمان فائدي وارو نہ ٿيندو آھي ۽ تون ان گُمان جي ڪري سچ جي روشني کان محروم آھين. ھاڻي بہ وقت آھي تہ تون اسان جي ڳالھ تي عمل ڪر يا پنھنجي ڳالھ ۾ اسان سان مشورو ڪندو ڪُر.

ان جي باوجود تون ڪامل رھبر کي چوندو آھي تہ ھاڻي آئون خود ڪامل مڪمل آھيان. ڪنھن جو طفيلي بنجڻ نٿو چاھيان. ڪامل مُربي کان پڇڻ واري جو مثال اُن ڇوڪري جھڙو آھي جيڪو پيءُ جي تنبيھ کان پڇي ڪري بدمعاشن ۾ وڃي ڦاسي. حضرت يوسفؑ حضرت يعقوبؑ کان راند جي شوق ۾ پري ٿيو ۽ نتيجي ۾ کوھ ۾ ڪِريو. تون بہ کوھ ۾ ڪرندين پر فرق ھيءُ آھي تہ اُن جي تہ خدا دستگيري ڪئي، تنھنجي لاءِ اھا عنايت ڪٿي آھي؟ ۽ پوءِ فرق ھيءُ بہ آھي تہ اُن جي مربي کان دوري خود مربي جي اجازت سان ھئي، ورنہ ان جي بہ دستگيري نہ ٿئي ھا. حضرت يوسفؑ تي اھا مصيبت حضرت يعقوبؑ جي راءِ جي ڪري ڪونہ آئي پر راءِ خود حضرت يوسفؑ جي ھئي. ھُن حضرت يوسفؑ جي دل رکڻ جي لاءِ اجازت ڏني ھئي. جيڪو ناقص مُربيءَ کان سرڪشي ڪندو ان جو حال يھود جھڙو ٿيندو جن حضرت مسيح سان سرڪشي ڪئي. ان ناقص ۾ جيڪا صلاحيت ھئي اھا بہ مربي کان منھن موڙڻ جي ڪري ھُن برباد ڪري ڇڏي. مربي ان ناقص کي چوندو آھي تہ منھنجي تابعداري ڪر. ان انڌاپ جو سُرمو مون وٽ آھي. جيڪڏھن تون انڌو آھين تہ توکي مون کان بينائي حاصل ٿيندي ۽ تون يوسفؑ جي قميص حاصل ڪندين، جنھن سان حضرت يعقوب جي بينائي موٽي آئي ھئي. پنھنجي اَڌنگي سلوڪ کي ڇڏي ڏي ۽ راھنما جي تابعداري ڪر، خدا ڪري توکي اِتباع نصيب ٿئي.

پير يا بزرگ مان مراد عُمر جو پوڙھو نہ آھي پر راه سلوڪ جو پير مراد آھي. توکي سلوڪ ۾ منزل تائين پھچڻ جو شرط پنھنجو پاڻ کي پير جي حوالي ڪرڻ آھي، ٻوڙڻ ۽ پڇڻ نہ آھي. پير کانسواءِ اھو پڇڻ ۽ ٻوڙڻ منزل کان پري ڪري ڇڏيندو. جڏھن پير جي ضرورت ثابت ٿي وئي تہ خود آسمان تي اڏامڻ جي ڪوشش نہ ڪر. پير تلاش ڪر! عروج جو ذريعو پير آھي. جھڙي طرح تير ڪمان کانسواءِ پرواز نٿو ڪري مريد بہ شيخ کانسواءِ پرواز نٿو ڪري سگھي. نمرود حضرت ابراھيمؑ کي عروج ۽ پرواز جو ذريعو نہ بنايو، پنھنجي نفساني خواھش کي بنايو، مردود

ٿي ويو. ڳجهه آسمان ۾ نہ اڏامندي آهي. نمرود نفس جي خواهش ۾ زور رکيو. حضرت ابراهيم؈ چيو تہ جيڪڏهن تون منهنجي تابعداري ڪندين تہ توکي عروج حاصل ٿي ويندو يعني توکي تعلق مع الله حاصل ٿي ويندو. دل مشرق ۽ مغرب جو سيرِ سامان ۽ سواري ڪانسواءِ ڪندي آهي. اهو حال عارف جو آهي جو ان کي ظاهري اسبابن ڪانسواءِ مَلڪوت جو سير حاصل ٿي ويندو آهي. باطني حواس بہ خواب ۾ شهر در شهر ظاهري اسبابن ڪانسواءِ سير ڪندا آهن. عارف پنهنجي مُراقبي ۾ جهانن جو سير ڪندو آهي. جيڪڏهن انهن جو سير نہ آهي تہ پوءِ هُنن عوام کي خبرون ڪيئن ڏنيون آهن. انهن جون اهي خبرون تواتر جو درجو رکن ٿيون، جن سان يقين حاصل ٿي ويندو آهي. عُلوم عقليہ ۾ عُقلاء مختلف آهن پر اولياء ۽ انبياء جهانن جي خبرن ۾ متفق آهن. اهي خبرون اٽڪل سان نہ ڏنيون ويون آهن پر مُشاهدي ڪانپوءِ ڏنيون آهن. انهيءَ ڪري انسان کي نمرود بڻجڻ نہ گهرجي پر شيوخ جي ذريعي پرواز ڪرڻ گهرجي. عقل ناقص ڳجهہ آهي، ان جي پرواز مُردار ڪائڻ سان وابستہ آهي. عارفن جو عقل ڪامل آهي ۽ انهن جي پرواز حضرت جبرئيل وَانگر سِدره المنتهيٰ تائين آهي. حضرت ابراهيم؈ نمرود کي فرمايو هو تہ منهنجي تابعداري ڪر، اهو تنهنجي لاءِ نفس جي تابعداري کان بهتر آهي، انڌي گهوڙي کي ڊوڙائڻ ۾ ڪو فائدو نہ آهي.

ننڍن ڀائرن وڏي ڀاءُ کي چيو تہ ڪنهن عقلمند سان مشورو ڪر اهو عقل مند جيڪي چوي ان تي عمل ڪر. سيئي چيني چون ٿا تہ اسان جي بادشاهہ کي ڪو اولاد ئي نہ آهي. ٻار ٿيڻ تہ پري اُن ڪنهن عورت سان صحبت ئي نہ ڪئي آهي. جڏهن بہ ڪنهن بادشاهہ اُن کي شادي جو پيغام ڏنو آهي تہ ان جو ڪنڌ ڪپيو ويو آهي. ان پيغام ڏيڻ واري کان بادشاهہ جو مطالبو هي هوندو آهي پهريان اهو ثابت ڪر تہ منهنجو اولاد آهي. جيڪڏهن تون اهو ثابت ڪندين تہ منهنجي ڪا ڇوڪري آهي تہ منهنجي تلوار کان بچي ويندين، ورنہ آئون تنهنجو ڪنڌ ڪپيندس. صوفيءَ جي جان ۽ جسم اُن جي گودڙي آهي. بادشاهہ ڪيس چوندو آهي تہ جيستائين تون ان جو ثبوت نہ ڏيندين تنهنجي جان نہ بچندي ۽ چوندو آهي تہ هُن ڪڏ ۾ وڃي ڏس جنهن ۾ اهڙي قسم جون ڳالهيون ڪرڻ وارن جا ڪنڌ ڪپيا پيا آهن. اهو چوڻ وڏاءُ آهي تہ بادشاهہ جي ڌيءِ ٿيندي. ڀائرن چيو: سيني اها ڳالهہ چٽي هئي ۽ اهڙي ريت اهي پنهنجي قتل جو سبب بڻيا آهن، خبردار تون اهڙي ڳالهہ نہ چئو ۽ انهن ڪنڌ ڪپيلن کان عبرت حاصل ڪر، تون انهن ڳالهين سان پنهنجو ڪنڌ ڪپائي اسان جي زندگي وڌيڪ تلخ ڪندين. جيڪڏهن رستي کان ناواقف سؤ سال هلندو رهي تہ ان جو هلڻ صحيح رستي ۾ نہ ٿيندو. ڪنهن عقلمند جي مشوري کان سواءِ تنهنجو اهو ڪم ائين ئي آهي جيئن ڪو شخص هٿيارن کان سواءِ جنگ ۾ ڪاهي پوي. ڀائرن جي ان تقرير تي اهو وڏو ڀاءُ چوڻ لڳو تہ مون سان اهي ڳالهيون نہ ڪريو، مون کي انهن ڳالهين کان نفرت ٿئي ٿي. هاڻي سيني ۾ صبر جي بجاءِ عشق جي باهہ آهي ۽ سينو سِگري بڻيل آهي. پوک پچي چُڪي آهي ۽ اُن جي لاباري جو وقت اچي ويو آهي. جنهن وقت عشق پيدا ٿيو هو صبر مري ويو. هاڻي صبر جي تلقين ائين آهي جيئن ٿڌي لوهہ کي ڪُٽڻ. هاڻي آئون حادثن جي لاءِ آماده آهيان. هاڻي آءٌ مصيبتن جو بوجهہ ڪٽڻ کان نہ گهبرائيندس، جيڪڏهن انهن جو انجام فنا آهي تہ آئون اُن جي لاءِ بخوشي آماده آهيان. منهنجو ڪنڌ ڪپجڻ ڪانپوءِ ڪنهن انتهائي اونهي ڪڏ ۾ بہ دفن ٿئي تہ مون کي ان جي ڪا پرواهہ نہ آهي. اها منهنجي لاءِ هڪ تفريح جي ڳالهہ آهي. هاڻي آئون ان عشق کي مخفي نٿو رکي سگهان. هاڻي عشق جو جهنڊو ميدان ۾ کوڙيندس يا وصل حاصل ٿئي يا موت اچي. جيڪا نڙي شرابِ وصل نہ پي سگهي اُن جو ڪپجڻ بهتر آهي. جنهن اک کي محبوب جو ديدار ميسر نہ ٿئي ان اک جو انڌو ٿيڻ بهتر آهي. اهو ڪن جيڪو محبوب جو راز نہ ٻُڌي سگهي اهو مٽي جي لاءِ باعثِ ننگ آهي. جنهن هٿ جي دولتِ عشق تائين دسترس نہ هجي ان جو ڪٽجڻ بهتر آهي. جيڪو پير محبوب جي باغ تائين نہ پهچي اهو پير ڏنڊا هيڙين جي لائق آهي.

**هڪڙي بندي من ۾، ٻي جا ڪري الله...**

جهڙي طرح مجاز ۾ ضروري آهي تہ انسان سعي ۽ ڪوشش جاري رکي چاهي مقصد تائين رسائي حاصل ٿئي يا نہ ٿئي. اهڙي طرح حقيقت جي طالب جو فرض آهي تہ هو مجاهدو جاري رکي، چاهي اُن کي اهو احساس هجي تہ اهو مجاهدو حقيقت تائين پهچڻ جو ذريعو نہ آهي. انسان جو ڪم ڪوشش ڪرڻ آهي نتيجو انسان جي قبضي ۾ نہ آهي. السَّعْیُ مِنِّیْ وَالْاِتْمَامُ مِنَ اللّٰہِ، ايئن بہ ٿيندو آهي جو انسان هڪ سبب اختيار ڪري محنت ۽ ڪوشش ڪندو آهي ۽ الله تعاليٰ ڪنهن ٻئي سبب سان ان جو مطلب پورو فرمائيندو آهي. وَيَرْزُقْهُ مِنْ حَيْثُ لَا يَحْتَسِبُ(الطلاق: 3) جي اها ئي معنيٰ آهي. انسان جو ڪم تدبير ڪرڻ آهي ۽ مقدرات الله جي هٿ ۾ آهن.

يا دریں رہ آیدم آں کامِ مَن
یا چوباز آیم رَوم سوی وطن

ترجمو: ”يا ان رستي سان منهنجو مقصد مون کي حاصل ٿئي يا جڏهن آئون واپس اچان وطن ڏانهن...“

مجاهدو ڪرڻ وارو چوي ٿو تہ آئون ڪوشش بهرحال جاري رکندس خواه مقصود ان سفر ۾ ٿئي يا نہ. آئون بهرحال ڪوشش جاري رکندس، ٿي سگهي ٿو تہ منهنجي ان ڪوشش تي مقصد جو حصول موقوف هجي، چاهي اهو مقصد ٻئي سبب سان حاصل ٿي وڃي. مقصود مان مراد الله تعاليٰ جي معيّت آهي ۽ سفر مان مُجاهدو ۽ حضر ۽ وطن مان خود مجاهدي جي فطرت ۽ طبيعت مراد آهي. آئون پنهنجي محبوب جي تلاش ۾ سرگردان رهندس جيستائين اهو ملي نہ وڃي. مشهور مقولو آهي تہ خُطْوَتَانِ مَنْ قَطَعَهُمَا فَقَدْ وَصَلَ بہ قدم آهن جنهن اهي طئي ڪيا اُن کي وصال حاصل ٿي ويو. وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَمَا كُنْتُمْ(الحديد:4) ”اهو الله تعاليٰ توهان سان گڏ آهي توهان جتي بہ هُجو.“ الله تعاليٰ هي نہ فرمايو آهي تہ آئون توهان سان گڏ آهيان پر دل تي مهر لڳائي ڇڏي اٿس تان تہ خالي ان جو مفهوم سمجهہ ۾ اچي وڃي ۽ ذوقي معيت مجاهدي ڪانسواءِ سمجهہ ۾ نہ اچي. جڏهن انسان سفر يعني مجاهدو ڪندو آهي تہ ان کي معيتِ خداوندي جامع ۽ مانع حاصل ٿي ويندي آهي ۽ ان جي ذوقي حقيقت کلي ويندي آهي. ڪنهن مجهول عدد کي معلوم ڪرڻ جا گهڻا طريقا آهن، انهن مان هڪ خطائن جو عمل آهي. هن ۾ ٻن خطائن تي عمل ڪرڻ سان مجهول عدد معلوم ٿي ويندو آهي.

اهڙي طرح مجاهد جون بہ غلطيون جن جو غلط هجڻ مقصد جي حاصلات ڪانپوءِ محسوس ٿيندو آهي، معيت جي حصول جو سبب بڻجي ويندو آهي. هڪ غلطي هي هئي تہ مجاهد سمجهندو هو تہ مون کي معيت حاصل نہ آهي. ٻي غلطي هي هئي تہ مجاهد سمجهندو هو تہ اها معيت مجاهدي سان حاصل ٿيندي. جڏهن اها معيت خود ان جي فِطرت سان ڪيس حاصل ٿيندي آهي تڏهن هو چوندو آهي تہ مون پاڻ ان کي ڳوليو پئي. ان معيت جو علم سفر ۽ مجاهدي تي موقوف هو. خالي فڪر جي تيزيءَ سان اها ذوقي معرفت ۽ علم حاصل نٿو ٿئي. ان فطري معيت جهڙو ذوق مجاهدي ذريعي حاصل ڪرڻ جو مثال شيخ جو قرض آهي جنهن جي ادائگي حلوائي جي ٻار جي روئڻ تي موقوف هئي. ظاهر آهي تہ قرض جي ادا ڪرڻ ۽ ٻار جي روئڻ ۾ ڪو خاص تعلق نہ آهي.

اهڙي طرح ان معيت جي حصول ۽ مجاهدي ۾ ڪو خاص تعلق نہ آهي مجاهدو ان جي حصول ۾ هڪ بهانو آهي. شيخ جي قرض ادا ڪرڻ جو قصو ٻئي دفتر ۾ گذري چڪو آهي. اسباب جي سببيت خدا جي عطا آهي. انسان جنهن کي سبب سمجهي ٿو الله تعاليٰ ان مان سببيت کي سلب ڪري وٺندو آهي ۽ ڪنهن وقت نفعي جي سبب کي نقصان بڻائي ڇڏيندو آهي. جنهن جڳهہ تان نفعي جي لالچ هجي اها خوف جي جاءِ بڻجي ويندي آهي. جنهن کي تون نفعي جو سبب سمجهندو هئين ان سان تنهنجي طبيعت هن لاءِ وابستہ ٿي تہ اهو ٻين سببن سان تنهنجي ان طمع کي پورو

ڪندو. انسان هڪ خاص وڻ جي ميوي کي تلاش ڪري ٿو، جيڪو ڪيس اُتان حاصل نٿو ٿئي، خدا ہي جاءِ تان ان کي عطا ڪندو آهي. جنهن سبب سان تنهنجي طمع پوري نہ ٿي ان سان طمع کي وابستہ ڪرڻ ۾ هي حڪمت آهي تہ تون حيراني ۾ مبتلا ٿي ڪري اسباب کي غير موثر سمجهڻ لڳين تان تہ تون اهو سمجهين تہ انسان اسباب جي ميسر اچڻ جي باوجود عاجز آهي ۽ حقيقي موثر ڪا ہي ذت آهي. هڪ سبب کي غير ميسر بنائي ڪنهن ہِي شيءِ ۾ سبب بڻائڻ ۾ انسان تي حيراني طاري ٿئي ٿي جيڪا هڪ خاص تجلي آهي. انسان پنهنجي لاءِ درزي جي ڏنڏي کي روزي جو سبب سمجهي ٿو پر ان جو رزق سونارڪي ڏنڏي ۾ مقدر هوندو آهي ۽ اتان ان کي ملندو آهي.

انسان کي ان سبب ڏانهن متوجه ڪرڻ ۾ جنهن سان روزي حاصل ٿيندي ڪجھ حڪمتون پوشيده آهن جيڪي الله تعاليٰ جي علم ۾ آهن. هڪڙي حڪمت هيءَ آهي تہ انسان سبب تي ڀروسو نہ ڪري ۽ حيراني جي ڪيفيت مٿس طاري رهي. شهزادي اهو ئي چيو تہ آئون ان طريقي کي وصال جو سبب نٿو سمجهان. ٿي سگهي ٿو تہ ان طريقي سان وصل ٿي وڃي يا الله تعاليٰ ڪو ٻيو ذريعو پيدا فرمائي. آئون تہ حيران ۽ پريشان آهيان تہ ڏسجي مقصد ۾ ڪاميابي ڪيئن ٿي ٿئي. ڪُل پکي پنهنجي جان جسم مان ڪڍڻ لاءِ مختلف پاسن ۾ ڪرندو آهي. خبر نہ آهي ڪهڙي پاسي سان ڪِرڻ، سبب بڻجي ٿو. شهزادي چيو تہ چين جي بادشاهه تائين پهچڻ وصل جو سبب ٿئي يا ممڪن آهي برجن واري آسمان جو ڪو برج وصل جو سبب بڻجي آهي.

**ان شخص جي حڪايت جنهن خواب ۾ ڏٺو تہ جيڪا مالداري هو چاهي ٿو اها مصر ۾ ملندي**

بود زر ميراثی را بے شمار

جملہ را خورد و بماند اُو عور زار

ترجمو: ”هڪڙي ميراث حاصل ڪرڻ واري وٽ بي شمار پئسا هئا، اُهي سڀ ڪائي ويو ۽ اُگهاڙو عاجز رهجي ويو.“

ورثي جو مال وفادار نہ هوندو آهي جيڪڏهن وفادار هجي ها تہ مرڻ واري ڪان ڇو جدا ٿيو. وارث کي بہ ورثي ۾ ملڻ واري مال جو قدر نہ هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ ان کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪا محنت ۽ تڪليف برداشت ڪرڻي نٿي پوي. انسان کي روح بہ جيئن تہ بنا محنت جي مليو آهي انهي ڪري هو ان جو قدر نٿو ڪري. ان وارث جو مال ۽ گهر سڀ برباد ٿي ويا ۽ هو ڇٻن وانگر ويراني ۾ رهڻ لڳو. اهڙي حالت ۾ هن دعا گهرڻ شروع ڪئي تہ اي خدا مون کي مال ڏي يا موت ڏي. انسان مسڪيني ۾ خدا کي ياد ڪرڻ شروع ڪندو آهي. حضورﷺ جن فرمايو تہ مومن جو مثال بانسريءَ جهڙو آهي، جيستائين اها ڪوکلي هوندي آهي ان مان دانهن نڪرندي آهي پر جيڪڏهن بانسري جو سوراخ بند ڪيو وڃي تہ ڇڻ ان کي هٿ سان رکي ڇڏيائين. تون بہ خالي رهہ تان تہ فنڪار جي هٿ ۾ رهين سگهين. تون خالي رهندين تہ الله تعاليٰ جي ٻن آڱرين جي وچ ۾ رهندين ۽ غيب جي نغمي سان سرمست رهندين. هاڻي ان وارث ۾ مالداريءَ جي سرڪشي نہ رهي هئي ۽ ان جي لڙڪن جي مينهن سان دين جي پوک سيراب ٿي رهي هئي. هاڻي هو پوري طرح دعا ۾ مصروف هو.

**مومن جي دعا جي قبوليت ۾ دير جو سبب**

اے بسا مُخلص کہ نالد در دُعا

دود اخلاصش برآید تاسما

ترجمو: ”اي (مخاطب) گهڻا مخلص دعا ۾ روئن ٿا. سندن اخلاص جو دونهون آسمان تائين پهچي ٿو.“

سڀ ڪان مخلص ٻانهو آه و زاري ڪندو آهي ۽ ان جي آنهن جو دونهون ملاء اعليٰ تائين پهچندو آهي. ملائڪ

الله جي دربار ۾ عرض ڪندا آهن ته هڪ مومن ٻانهو روئي رهيو آهي، تون جڏهن غيرن کي عطا ڪرين ٿو ته هن مومن جي عطا ڪرڻ ۾ دير ڇو ٿي رهي آهي. الله تعاليٰ ملائڪن جي جواب ۾ فرمائيندو آهي ته هي دير ان جي لاءِ نه آهي ته اسين ڪيس حقير سمجهون ٿا پر اها ته ان جي مدد آهي.

مومن جو روئڻ اسان کي پسند آهي ۽ ان دير ۾ ان جو اعزاز آهي. ان جي حاجت ان کي اسان ڏانهن متوجه ڪيو آهي، جيڪڏهن ان جي دعا جلد قبول ٿي وئي ۽ حاجت رفع ٿي ويئي ته اهو اسان کان رخصت ٿي ڪري راند روند ۾ لڳي ويندو. هينئر هو دل سان اسان کي پڪاري رهيو آهي، شڪسته دل آهي، اسان کي ان جو آواز ۽ ”يا خدا“ چوڻ ۽ واقعو بيان ڪرڻ ۾ خوشامد، اهي سڀ ڳالهيون اسان کي پسند آهن. ان جو مثال هي آهي ته طوطي جي خوش آوازي جي ڪري ماڻهو ان کي پڃري ۾ قيد ڪري رکندا آهن. چٻ ۽ ڪانءُ کي اڄ ڏينهن تائين پڃري ۾ بند ڪري ڪنهن پاليو آهي؟ ٻيو مثال هي آهي ته ڪنهن حُسن پرست جي اڳيان جيڪڏهن ٻه عورتون اچن. هڪ پوڙهي ۽ هڪ جوان هجي ته هو پوڙهيءَ کي جلدي ماني ڏيئي روانو ڪندو ۽ جوان خوبصورت کي مختلف بهانن سان ماني ڏيڻ ۾ دير ڪندو. ان خوبصورت عورت کي چوندو ته تورو ويھ تازي ماني پچي رهي آهي ان مان توکي ڏيندس. جڏهن ماني به اچي ويندي ته ان کي حلوي جو انتظار ڪرائي ويهاريندو آهي. انهن ترڪيبن سان ان کي ويهي رهو ويهي رهو چوندو رهندو آهي ۽ نظر بازي سان ان جو شڪار ڪندو رهندو آهي. انهن تدبيرن سان ان کي فريب ڏيندو آهي ۽ پنهنجي ڪنٽرول ۾ رکندو آهي، تون بيگانن ۽ مومنن جو مثال انهن ٻن عورتن مان سمجهي وٺ. مومنن جي خوبي جي ڪري هي دنيا انهن لاءِ پڃرو آهي ۽ ڪافرن جي براين جي ڪري هي دنيا انهن جي لاءِ جنت ۽ باغ آهي جنهن ۾ اهي گهمن ڦرن ٿا. مومن جي دعا جي قبوليت ۾ دير جو سبب اهوئي آهي ته الله تعاليٰ ان کي پاڻ ڏانهن مصروف رکڻ چاهيندو آهي.

## ان شخص جي قصي ڏانهن واپسي جنهن کي مصر ۾ خزاني جو ڏس مليو

*خواجه چوں میراث خورد و شد فقیر*
*آمد اندر یا رب و گریه و نفیر*

ترجمو: ”سردار جڏهن ميراث (جو مال) کائي کپائي فقير ٿي ويو، تڏهن يارب يا رب (چئي) هاءِ گهوڙا ۾ مصروف ٿي ويو.“

جڏهن ميراث حاصل ڪرڻ وارو فقير ٿي ويو ته دعا ۽ روئڻ ۾ مصروف ٿي ويو. جيڪو الله تعاليٰ جو دروازو ڪڙڪائيندو آهي اهو ضرور پنهنجي مراد حاصل ڪندو آهي. الله جو دروازو اُهو آهي جتان رحمت جي پڪيڙ ٿيندي آهي. پوءِ غيبي آواز آيو ته توکي خزانو مصر ۾ ملندو. خزانو فلاڻي جاءِ تي مصر ۾ آهي. مصر ۾ ڪنڊ تمام گهڻي ٿيندي آهي توکي خزانو ڪنڊ واري جاءِ تي ملندو. اهڙي اشاري بعد هو بغداد مان مصر ڏانهن آيو. جڏهن مصر ڏانهن روانو ٿيو ته پاڻ ۾ سگهه محسوس ڪيائين. هاتف جي چوڻ جي ڪري ڪيس اميد هئي ته مصر ۾ خزانو هٿ ايندو. هاتف اُن کي خزاني جو پورو پتو ٻڌايو هو پر وٽس خرچ بلڪل نه رهيو. پنڻ لاءِ ماڻهن جا دروازا ڪڙڪائڻ لڳو پر شرم جي ڪري پنهنجي خواهش کي دٻائڻ چاهيائين ته وري اُن جي نفس ڪيس بُک ۾ تڙپايو روزي حاصل ڪرڻ جي لاءِ پنڻ کان سواءِ ڪو چارو نه ڏٺائين. هن دل ۾ سوچيو ته آئون پنڻ لاءِ رات جو نڪران تان ته ڏنو ڪونه ٿيان ها. بهتر آهي ته اُن فقير وانگر صدا ڏيان جيڪو وڻ تي ويهي ڪري رات جو پنڻ وڃي ٿو تان ته اُن کي ڪوبه ڏسي نه سگهي. ان خيال سان ٻاهر نڪتو. اِن فڪر ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڦري رهيو هو. شرم پنڻ کان روڪي رهيو هو ۽ بُک ڪيس پنڻ تي آماده ڪري رهي هئي. اِن شش و پنج ۾ رات جا ٻه پهر گذري ويا.

**خزاني جي متلاشي شخص جو مصر پهچڻ ۽ گرفتار ٿيڻ**

ناگهانی خود عسس او را گرفت

چوبها زد بے محابا ناشگفت

ترجمو: "اوچتو خود پهريدار پاڻ کيس پڪڙي ورتو. بنا رک رڪاءُ جي کيس ڏنڊا بہ هنيائين."

رات جو گُهمندي ڏسي چور هُجڻ جي شڪ ۾ چوڪيدار اُن کي گهٽو ماريو. گرفتار ڪرڻ جو سبب هي ٿيو تہ اُن زماني ۾ مصر ۾ چوريون گهڻيون ٿي رهيون هُيون انهيءَ ڪري چوڪيدار چورن جي گرفتاريءَ ۾ ڪا رعايت نٿي ڪئي. حاڪم هي حڪم ڏنو هو تہ جيڪو بہ رات جو گُهمڻ وارو هٿ اچي تہ اُن کي گرفتار ڪري سزا ڏني وڃي، چاهي منهنجو رشتيدار ڇو نہ هجي. چورين جي گهڻائي جي ڪري چوڪيدار تي عِتاب ٿي رهيو هو. چوڪيدارن کي چيو ويو هو يا تہ توهين چورن جي پڪڙن ۾ اچي وڃو ٿا يا انهن کان رشوت وٺو ٿا، حالانڪ چورن تي رحم ڪرڻ ڪمزورن تي ظلم آهي. عوام جي راحت خاطر ڪنهن ظالم تي رحم نہ ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن آڱر ۾ ڪو زهريلو جانور چڪ هڻي تہ باقي جسم کي بچائڻ لاءِ اُن جو ڪٽڻ بهتر آهي. جيئن تہ شهر ۾ چورن جي گهڻائي هئي انهيءَ ڪري شُبهي ۾ اُن شخص کي چوڪيدار گُهمندي ڏٺو تہ گرفتار ڪري ورتائين. اُن فقير چيو تہ مون کي نہ مار، آئون صحيح حال ٻڌايان ٿو. چوڪيدار چيو ٺيڪ آهي صحيح ڳالهہ ٻڌاءِ، تون مصري نہ آهين پرديسي آهين سچ ٻڌاءِ تون ڇو گهمين رهيو هئين؟ شاهي دفتر وارا آفيسر چوڪيدارن کي طعنا ڏيئي رهيا آهن؟ چورين جي گهڻائي تو جهڙن جي ڪري ٿي آهي، پنهنجن ٻُرن ساٿين جي خبر ٻڌاءِ، ورنہ سيني جي بدلي جي سزا توکي ڏيندس تان تہ هر معزز شر کان محفوظ رهي.

**اُن همراه ڏاڍا قسم کنيا تہ آئون چور نہ آهيان آئون مصر جو پرديسي ۽ بغداد جو رهاڪو آهيان**

قِصّہٴ آں خواب و گنج زر بگفت

پس ز صدقِ او دل آنکس شگفت

ترجمو: "هُن خواب ۽ سون جي خزاني جو قصو ٻڌايو، سچ سان اُن جي دل ٽِڙي پئي."

ڪاريِ داڻي کي باھہ ۾ وجهندا آهن تہ اُن مان دونهون نڪرندو آهي. اُن جو دونهون باھہ جي وجود جو دليل آهي. اهڙي طرح اُن جي ڳالهين مان اندروني سوزش جو پتو پئجي ويو. چوڪيدار اُن جي ڳالهين مان مطمئن ٿي ويو، ڇاڪاڻ تہ سچي ڳالهہ ٻُڌڻ واري جي دل کي مطمئن ڪندي آهي. ڪافرن جون دليون جيئن تہ پردي ۾ آهن انهيءَ ڪري سچي ڳالهہ انهن جي دل تي اثر نٿي ڪري ڇاڪاڻ تہ ڪافر سچي ۽ ڪوڙي ۾ تميز نٿو ڪري سگهي. انبيائن جي ڪلام جو تاثير ايتريقدر آهي جو چنڊ تي اثر ٿيو تہ شق القمر جو مُعجزو رونما ٿيو.

پرديسي جون ڳالهيون ٻڌي چوڪيدار روئي پيو. انسان جو نفس بمنزلہ دوزخ جي آهي. اُن جي ڳالهہ دوزخي آهي ساھہ جي ڳالهہ جنتي آهي. نفس ۽ روح ٻنهين جون ڳالهيون ڇپن سان ٽڪرائجن ٿيون. نفس جون ڳالهيون تہ زندگي جي تباهيءَ جو سبب آهن. جيئن شهرن جي وچ ۾ منڊيءَ ۾ هر پاسي کان سامان اچي ٿو. سٺو واپاري کري ۽ کوٽي ۾ امتياز ڪندو آهي. اهڙي طرح ڇپن تي ايندڙ سچ ۽ ڪوڙ ۾ ماهر امتياز ۽ فرق ڪري وٺندا آهن. منڊي ڪنهن جي نفعي جو گهر آهي تہ ڪنهن جي لاءِ گناهن يعني ٽوٽي جو گهر آهي. منڊي ڇا دنيا جي هر جُز جو اهوئي حال آهي، ڪنهن جي لاءِ مفيد ۽ ڪنهن جي لاءِ نقصانڪار آهي. ڪنهن جي لاءِ مناڻ ۽ ڪنهن جي لاءِ زهر آهي. هڪ تي رحم آهي ۽ ٻئي تي قهر آهي. ڪنهن جي لاءِ جهان ڪافر شيطان ثابت ٿئي ٿو ڪنهن جي لاءِ حور ثابت ٿئي ٿو.

هڪ تي خزانو آهي ۽ ٻئي تي نانگ آهي. مشهور آهي تہ خزاني تي نانگ هوندو آهي.

بزرگ روميؒ گهڻن شعرن ۾ اهو ئي ٻڌايو آهي تہ جهان جي هر جز جا مختلف شخصيتن جي اعتبار سان مختلف اثرات آهن. هڪڙي جي لاءِ گُل تہ ٻئي جي لاءِ ڪنڊا آهن. هڪ لاءِ مِٺو تہ ٻئي لاءِ ڪتو. هڪڙو هوش ۾ تہ ٻيو مدهوش، هڪ تي پوشيده ٻئي تي ظاهر. هڪ لاءِ نفعو ٻئي لاءِ نقصان. هڪ تي قيد ٻئي تي ڪشادگي. هڪ تي ماکي ٻئي تي ڏنگ وانگر هڪڙي تي بيگانن وانگر ۽ ٻئي تي پنهنجن وانگر، هڪ تي عيب ٻئي تي ڪمال، هڪ تي هِجر ٻئي تي وصال. حضور ﷺ کي پٿر سلام ڪندا هئا. ڪعبو حج ڪرڻ واري لاءِ گواهہ ۽ ڳالهائيندڙ آهي. مسجد نمازي جي لاءِ گواهہ آهي تہ اهو پري کان پنڌ ڪري مون وٽ آيو آهي. باهہ ابراهيمؑ لاءِ خوشبودار ٻوٽو ۽ گُلاب جو گل آهي پر نمرود لاءِ موت ۽ درد آهي. اهو مضمون تہ هڪ شئي جا مختلف اثرات آهن ڪئين دفعا بيان ڪري چڪو آهيان پر منهنجو ڊپُ نٿو ٿئي انهيءَ ڪري ان مضمون ۾ تڪرار آهي. توهان ماني بار بار کائو ٿا ان سان توهان ۾ ڪو ملال پيدا نٿو ٿئي. توهان جي خواهش توهان کي مانيءَ کان ملال ۽ پريشان ٿيڻ نٿي ڏي، مطلب تہ ملال جو سبب تڪرار يا ورجاءُ نہ پر اُن شيءِ جي خواهش نہ هجڻ آهي.

ڪاڏي جي لذت جو مدار خواهش تي آهي. بُک هجي تہ جَوَن جي ماني پُلاءُ ۽ قورمون آهي ورنہ پُلاءُ ۽ قورمي مان بہ ملال پيدا ٿيندو. انسان گِلا ڪري ٿو اهو ٻين جو گوشت کائي ٿو اُن مان انسان ملول نٿو ٿئي، اُن تي پاڻ رغبت ۽ شوق آهي. تو رنڊيءَ جي عشق ۾ گهڻا شعر چيا ملال ڪان سواءِ گُل وانگر ٽڙيل رهين. تو شرمگاهہ جي گهڻي تعريف ڪئي پر خوش آهين. اهڙن شعرن جي تون بار بار فرمائش ڪرين ٿو ۽ تڪرار ۾ تنهنجو جوش ۽ شوق وڌي ٿو. جڏهن درد اُٿندو آهي تڏهن تون اها ئي دوا پيئندو آهين جيڪا ڪيترائي ڀيرا اڳ ۾ پيتي اٿئي. جهڙي طرح ظاهري درد پُراڻي دوا کي نئون بنائي ڇڏي ٿو، ايئن انسان تڪرار سان پريشان ڪونہ ٿيندو آهي، اهڙي طرح تون نصيحت جي ڳالهين کان ملول ۽ پريشان تي ٿڏيون آهون نہ پر، پر پنهنجي دل ۾ آخرت جو درد پيدا ڪر! جيئن تہ آخرت جو درد بزرگن جي صحبت مان حاصل ٿئي ٿو تنهن ڪري بزرگ روميؒ بناوٽي بزرگن کان بچڻ جي نصيحت ڪري ٿو تہ انهن جي صحبت درد پيدا ڪرڻ جو دوکو آهي. جهڙي طرح ڪاري پاڻيءَ سان اُڄ نٿي اُجهامي اهڙي طرح غلط صُحبت سان مقصد حاصل نٿو ٿئي. جهڙي طرح انهن دوکيباز مرشدن ۾ ڦاسي ڪري انسان صحيح هاديءَ کان محروم ٿي ويندو آهي اهڙي طرح ڪوڙا ڪرن کان رڪاوٽ وجهندا آهن. اهي صحيح بزرگن تائين تنهنجي پرواز کي ختم ڪن ٿا. اهو ڪوڙو چوي ٿو تہ آئون تنهنجي درد جو علاج آهيان حالانڪ اهو علاج ڪهڙو هوندو جيڪو خود درد آهي. ڪوڙن کان بچ، تان تہ تنهنجي ان طلب جا بهتر اثرات رونما ٿين.

**چوڪيدار جو مسڪين پرديسيءَ کي پنهنجو خواب بيان ڪرڻ ۽ سندس گهر ۾ خزاني جي خبر ٻڌائڻ**

گفت نے دزدی تو ونی فاسقی

مردِ نیکی لیک گول و احمقی

ترجمو: ”هُن چيو: نہ تون چور آهين نہ بدڪار، تون نيڪ انسان آهين پر بيوقوف ۽ احمق آهين.“

اُن چوڪيدار پرديسيءَ کي چيو تہ تنهنجي ڳالهہ تہ صحيح آهي پر تون احمق ۽ بيوقوف آهين. جو هڪ خواب ۽ خيال تي بغداد مان مصر پُهتو آهين. مون ڪيترا دفعا خواب ۾ ڏٺو تہ اهو خزانو بغداد ۾ آهي ۽ چوڪيدار خزاني جو پورو پتو ٻڌايو. جتي جو جُن پتو ٻڌايو اهو خود اُن پرديسيءَ جي محلي ۽ گهر جو پتو هو. مون اهو خواب ڪيترا دفعا ڏٺو آهي پر آئون پنهنجي جاءِ تان نہ چُريس ۽ بغداد روانو ڪونہ ٿيس. تنهنجي اها بي وقوفي آهي جو هڪڙي خواب تي ڊوڙي پئين جهڙو تون بي عقل آهين تنهنجو خواب بہ اٿين آهي. عورت جو خواب ايترو صحيح ڪونہ هوندو آهي

جيترو مرد جو هوندو آهي. ڇاڪاڻ ته عورت جو عقل ناقص آهي. جڏهن ناقص عقل جو خواب به پروسي جو ڳو نه آهي ته بي عقل جو خواب ته هوائي توائي هوندو. پرديسيءَ چوڪيدار جو خواب ٻُڌي پنهنجو پاڻ کي چيو ته جڏهن خزانو خود منهنجي گهر ۾ آهي ته آئون هتي مسڪيني ۽ شڪوه جي حالت ۾ چو پٽڪي رهيو آهيان. اهو سڀ ڪجهه منهنجي غفلت جو نتيجو آهي. هو، ان خوشخبري سان مست ٿي ويو. سفر جي تڪليف ۽ چوڪيدار جي مار وسري ويس.

هُن دل ۾ سوچيو ته خزاني جو مِلڻ چوڪيدار جي مار تي موقوف هو. هو، دل ۾ چوڪيدار کي چوڻ لڳو ته تون مون کي بي وقوف سمجهين يا احمق چوين پر آئون پنهنجي مُراد کي پهچي ويو آهيان. اي معزز! تون مون کي بيمار چوين پر آئون چڱو ڀلو آهيان، ها جيڪڏهن تنهنجي اڳيان نيڪ ٿيان يا بيمار ٿيان ها ته افسوس جي ڳالهه هئي. اُن جو هي مثال آهي ته ڪنهن شخص هڪ درويش کي چيو ته هتي توکي ڪير به نٿو سُڃاڻي. اُن درويش جواب ڏنو ته جيڪڏهن مون کي عوام الناس نه ڄاڻي ته ڪو حرج نه آهي، آئون پنهنجي پاڻ کي سڃاڻان ٿو ته الله تعاليٰ مون کي ڪهڙا ڪمالات ڏنا آهن. ها، جيڪڏهن معاملو اُبتڙ هجي ها يعني ماڻهو مون کي سڀ ڪجهه سمجهن پر آئون ڪجهه به نه هجان ها ته افسوس جي ڳالهه هئي. پنهنجي بي وقوفي کي تنهنجي قول مطابق تسليم ڪري رهيو آهيان ورنه ڀاڳ ٻُڌائي پيو ته آئون عقل مند آهيان.

### اُن شخص جو خوش ٿي واپس وَرڻ

اُن شخص جو خوش خوش ۽ مُراد حاصل ڪري ۽ شُڪر ادا ڪندي سجدي ۾ ڪِرندي ۽ الله تعاليٰ جي اشارن جي عجائبات ۾ حيران واپس موٽڻ ۽ اُن جي تاويلن جو اهڙي طريقي تي ظاهر ٿيڻ جو ڪو عقل ۽ سمجهه اُتي نٿي پهچي.

بازگشت از مصر تا بغداد اُو
ساجد و راکع ثناگو شُکر گو

ترجمو: ”هو مصر مان بغداد واپس موٽيو، سجدو ۽ رڪوع ڪندي، تعريف ڪندي ۽ شُڪر ادا ڪندي واپس وريو.“

چوڪيدار کان خواب ٻڌڻ کانپوءِ هو بغداد ڏانهن واپس ٿيو. شکر ادا ڪري رهيو هو. شُڪراني جا نفل پڙهي رهيو هو. الله تعاليٰ جون تعريفون ڪري رهيو هو. هو واپسيءَ دوران سڄي واٽ حيران هو ته الله تعاليٰ ڪٿي جو اميدوار بنايو ۽ ڪٿي مقصد پورو فرمايو! ڪٿي مصر ۽ ڪٿي بغداد ۽ ڪٿي مون تي چاندي ۽ نفعو نثار ڪيائين. ان ۾ ڪهڙي حڪمت هئي جو مون کي وطن کان بي وطن ۽ خزاني جي خلاف رهنمائي ڪيائين، جنهن جي حاصلات لاءِ آئون خوشيءَ مان ڊوڙي رهيو هئس ۽ مون جيڪو قدم مصر ڏانهن کنيو ٿي ته حقيقت ۾ خزاني کان پري ٿي رهيو هوس. پوءِ منهنجي ان گمراهيءَ کي ڪاميابيءَ جو ذريعو بنايائين. مصر ۾ چوڪيدار جي هٿان مار کاڌم ۽ اهو ئي چوڪيدار مقصد جو وسيلو بنجي ويو. جيئن ته خزانو گمان جي خلاف حاصل ٿيو الله تعاليٰ ڪنهن وقت انسان جي گمراهين کي ايمان جو سبب بنائي ڇڏيندو آهي ۽ احسان ۽ عبادت جي نتيجي ۾ انسان گمراهه ٿي ويندو آهي. ان ۾ هيءَ حڪمت آهي ته ڪو عبادت گذار خوفِ خدا کان خالي نه رهي ۽ ڪو بدڪار رحمت کان مايوس نه ٿئي. بُرائي ۾ ڀلائي کي اِن لاءِ مخفي ڪيو اٿس تان ته اُن جي نالي ”ذواللطف الخفي“ جو مظهر اڳيان ايندو رهي. عبادت گذار کي بخشڻ الله جو مخفي لطف نه آهي، گنهگار کي مغفرت سان نوازڻ مخفي لُطف آهي.

عجائباتِ قدرت مان هي به آهي ته مُنڪرن جي انڪار مان مقصد انبيائن کي تنگ ڪرڻ هوندو آهي پر اُن سان انهن جي عزت اجان وڌندي آهي ۽ انهن جي انڪار جي ڪري معجزا ظاهر ٿيندا آهن جنهن سان انبيائن جي عزت ۾ اضافو ٿيندو آهي. انهن مُنڪرن جو ارادو هي هو ته سندن انڪار سان دين جي ذلت ٿيندي پر اها ئي شيءِ انهن جي عزت جو سبب بنجي ويئي. جيڪڏهن مُنڪرن جو انڪار نه هجي ته معجزن جي ضرورت نه ٿئي ها ۽ نه انهن جو ظهور

ٿئي ها. معجزا ته رسول جي صداقت جا گواهه آهن. جيڪڏهن مخالف دعويٰ کي قبول ڪري ته پوءِ قاضي شاهد طلب ڪونه ڪندو آهي. انهن مُنڪرن جي طعنن جي ڪري معجزن جو ظهور ٿيو، اهڙي طرح فرعون جو مڪر به اُبتو ٿيو. فرعون جادوگرن کي اِن لاءِ گڏ ڪيو هو تان ته هو حضرت موسيٰ عليه السلام جي معجزي تي جيڪو بمنزل گواهه جي هو جرح ڪري، اُن جي صداقت کي باطل ڪري ۽ اهو معتبر گواهه نه رهي پر اهو مڪر اُبتو ٿي ويو. حضرت موسيٰ عليه السلام جو شاهد اجا وڌيڪ معتبر ثابت ٿيو ۽ لٺ جي عدالت ۾ صداقت واضح ٿي ويئي. حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ اُنجي سبطي ساٿين جي تعاقب ۾ فرعون مصر مان نڪتو تان ته ڪين هاجو رسائي پر اها حرڪت سبطين جي لاءِ باعثِ اطمينان ٿي ويئي ۽ فرعون درياءَ ۾ غرق ٿي ويو. جيڪڏهن اهو مصر ۾ رهي ها ته سبطين کي پورو اطمينان نه ٿئي ها پر ڊڄندا رهن ها ته ڪنهن وقت حملو ڪندو. اهو فرعون سبطين جي تعاقب ۾ نڪتو تان ته انهن کي خوف زده ڪري. نتيجو هي نڪتو جو هو پاڻ غرق ٿي ويو ۽ سبطي مطمئن ٿي ويا. اهو سڀ ڪجهه هن لاءِ ٿيو ته جيئن ڄاتو وڃي ته امن خوف ۾ لڪل آهي. لُطفِ خفي هي آهي ته الله تعاليٰ ڪوهِ طور تي حضرت موسيٰ عليه السلام کي نار ۾ نور ڏيکاريو. عبادت گذارن کي اجر ڏيڻ لُطفِ خفي نه آهي. لُطفِ خفي ته هي آهي ته فرعون جا جادوگر آيا مقابلي ڪرڻ جي لاءِ ۽ انهن تي مهرباني ٿي ويئي ۽ اهي مومن بنجي ويا. ظاهري انعامن ۾ لُطفِ خفي نه آهي. لُطفِ خفي ته هي آهي جو جادوگرن جا هٿ پير ڪٽرايائين. هٿن پيرن جي هوندي هلڻ ڪو مخفي امر نه آهي. مخفي اهو سير آهي جيڪو فرعون جي جادوگرن کي هٿن پيرن ڪانسواءِ حاصل ٿيو. عارف جيئن ته هر قِسم جي خطرن کان گذري چڪو آهي، انهيءَ ڪري اهو بلڪل امن ۾ آهي. اهو ڏسي چڪو آهي ته خوف جي گهڻن اسبابن کان ڪيس امن حاصل ٿيو آهي. جهڙي طرح امن خوف ۾ مخفي هوندو آهي، اهڙي طرح خوف به امن ۾ مخفي هوندو آهي.

يهودي حضرت عيسيٰ عليه السلام کي قتل ڪرڻ جي لاءِ ويو تان ته ان جي جاءِ تي سرداري حاصل ڪري سگهي. حضرت عيسيٰ عليه السلام بچي وڃي ٿو ۽ الله تعاليٰ ان کي حضرت عيسيٰ عليه السلام جي مشابهه بنائي ڇڏي ٿو. قوم ان کي حضرت عيسيٰ عليه السلام سمجهي جهلي ورتو ۽ ڦاسي تي چاڙهي ڇڏيو ۽ هو چوڻ لڳو ته آئون عيسيٰ عليه السلام نه آهيان پر ڪو ان تي يقين نه پيو ڪري. قوم چوي پئي ته هي عيسيٰ نه هجڻ جي غلط بياني ڪري اسان کان ڇڏڻ چاهي ٿو. نيٺ ان کي سوريءَ تي چاڙهيو ويو. جيڪو ڪم هُن امن جو سبب سمجهيو ان ۾ خوف لڪل هو. لشڪر جيڪو دشمن تي فتح جي لاءِ حملو ڪري ٿو ۽ اُن ۾ سندن موت لِڪل هوندو آهي. واپاري نفعي جي لاءِ وڃي ٿو ۽ نقصان ڪٽي ٿو. دنيا ۾ گهڻا واقعا اهڙا ٿيا آهن جن کي انسان مفيد سمجهيو ٿي پر اهي نقصانڪار ٿيا آهن. لشڪر گهيرجي ويندو آهي ۽ يقين ڪندو آهي ته هاڻي مخالف جي هٿان مرڻو آهي، پر نيٺ ڪاميابي ظهور پذير ٿيندي آهي. ابرهه، حبش جو گورنر مڪي وارن کان انتقام وٺڻ جي لاءِ ۽ انهن تي فتح حاصل ڪرڻ جي لاءِ هليو، نيٺ هلاڪ ٿيو. ان جو ارادو هي هو ته مڪي جي ڪعبي کي ڊاهي، تان ته سڀ سندس ڪعبي جو حبش ۾ وڃي طواف ڪن. ان جي بنايل ڪعبي ۾ ڪنهن پائخانو ڪري ڇڏيو يا باهه ڏيئي ڇڏي هئي. ان جي انتقام جي لاءِ هليو پر هُن جو اهو ڪم جنهن ۾ اهو ڪاميابي ۽ مڪي جي توهين سمجهندو هو مڪي جي قيامت تائين عزت جو سبب بنجي ويو. ابرهه ۽ ان جو ڪعبو نيست نابود ٿي ويو. اُن جي لشڪر مان ايتريقدر سامان ۽ پئسا مڪي وارن کي هٿ آيا جو اهي مالدار ٿي ويا. ان سمجهيو ته آئون مڪي وارن تي لشڪر ڪشي ڪري رهيو آهيان، ثابت هي ٿيو ته هو مڪي وارن جي لاءِ دولت ڪٺي وڃي رهيو آهي. بغدادي پرديسي مصر ۾ پنهنجي احوالن جو تماشو ڪري رهيو هو. هُن بغداد اچي چوڪيدار جي خواب مطابق گهر کوٽيو ته ڪيس خزانو ملي ويو. اهو سڀ ڪجهه هن لاءِ ڪيو ويو ته ڪيس ٻڌايو وڃي ته الله تعاليٰ نقصان وارين ڳالهين ۾ نفعو پوشيده فرمائيندو آهي. هاڻي وري انهن شهزادن جو قصو شروع ڪري ٿو.

**پاڻرن جي وڏي ڀاءُ کي ٻيهر نصيحت**

آں دو گفتندش کہ اندر جانِ ما
ہست پاسخہا چو نجم اندر سما

ترجمو: "انهن ٻنهين کيس چيو ته اسان جي دل ۾ (ايترا) جواب آهن، جيترا آسمان ۾ ستارا آهن."

ٻنهي ننڍن ڀائرن وڏي ڀاءُ کي چيو ته تنهنجي سڄي تقرير جو اسان وٽ جواب آهي. اهو جواب جيڪڏهن اسين نٿا ڏيون ته ڪم خراب ٿئي ٿو ۽ جيڪڏهن ڏيون ٿا ته توکي تڪليف ٿيندي. ڏيڍر ڀاڻيءَ ۾ مُنهن کولي ڳالهائي ته وات ڀاڻيءَ ۾ تو پرجيس، نه ڳالهائي ته دل سُڪڙبي ويندس. نه چوڻ صلح ۽ دوستي جي خلاف آهي ۽ چوڻ جي توهان جي طرفان اجازت نه آهي. ڀائر هاڻي تقرير ڪري رهيا هئا ته هو فوراً اُٿي بيٺو ۽ چوڻ لڳو: هي دنيا ۽ اُن جي زندگي چند ڏينهن جو فائدو آهي. هو، ائين چئي هليو ويو. ڪجهه چوڻ جو موقعو نه ڏنائين. هو فوراً چين جي بادشاهه جي دربار ۾ پهتو ۽ زمين کي چُميائين. چين جو بادشاهه صاحبِ باطن هو، کيس ان جا سڀئي حالات بطور ڪشف معلوم ٿيا. بادشاهه ۽ ان جي اهائي حالت هئي جيئن رڍ ۽ ان جو ڌاڙ هجي. رڍ پنهنجي ڪم ۾ مشغول آهي، پر ڌاڙ ان تي نظر رکندو آهي ۽ ان جي هر حالت کان واقف هوندو آهي.

حضورﷺ ارشاد فرمايو ته هر انسان ڌنار آهي ۽ قيامت ۾ کانئس ان جي رعيت جي باري ۾ سوال ٿيندو. ڌراڙ پنهنجي ڌڻ کان واقف هوندو آهي ته ڪهڙو جانور چري رهيو آهي ۽ ڪهڙو جانور وڙهي رهيو آهي. شهزادي جي وات مان لفظ به نٿي نڪتو. باهه جي صورت ديڳ جي هيٺان هوندي آهي. باهه جو باطن ديڳ اندر هوندو آهي. پري هوندي به ان ۾ هجڻ جو مثال هي آهي ته باهه ديڳ اندر ڪاڏي کان پري آهي پر ان جو اثر ڪاڏي اندر آهي. روح جيتوڻيڪ معشوق آهي جسم مادي کان ڌار شيءِ آهي، پر ان جو اثر نس نس ۾ رت وانگر جاري آهي. معرف، دربار ۾ اچڻ وارن کي انهن جي مناسب مقام تي ويهاري بادشاهه سان تعارف ڪرائيندو آهي. اهو تعارف ڪرائڻ وارو پنهنجو منصبي فرض ادا ڪري رهيو هو. جيڪڏهن باطن ۾ عرفان جو هڪ به ذرو هوندو آهي ته ان سان جيڪو ڪشف ٿيندو آهي اهو ڪنهن ٻڌائڻ واري جي اعتبار کان گهڻو زياده هوندو آهي. ڪشف حاصل ڪرڻ گهرجي. جنهن جي دل جي اک کُلي ويندي آهي، ان کي قلبي مشاهدي سان يقين ايندو آهي.

دربار ۾ تعارف ڪرائڻ واري، شهزادي جو حال بيان ڪرڻ شروع ڪيو ۽ بادشاهه کي عرض ڪيائين ته "هِن سان پنهنجي شاهي شان مطابق معاملو ڪريو، اهو توهان سان وابستا ٿي ويو آهي، هِن جي مٽي تي هٿ ڦيريو. هِن کان سواءِ آئون به ان جو سفارشي آهيان. تعارف ڪرائڻ واري چيو ته جڏهن هِيءُ توهان جي عشق ۾ مبتلا ٿيو آهي. توهان کانسواءِ هِن جي دل ۾ ٻي ڪا خواهش ڪانه آهي. پنهنجي ملڪ جي بادشاهي ۽ شهزادگي ڇڏي توهان جي لاءِ غريب الوطن بنيو آهي. جهڙيءَ طرح هِن شهزادي بادشاهي ٺُڏي ڇڏي ۽ ان کي واپس وڃڻ جي لاءِ تيار نه ٿيو اهڙي طرح جڏهن صوفي وجد ۾ اچي ڪري پنهنجي گودڙي اڇلائيندو آهي ته واپس نه ڪندو آهي. جيڪڏهن اهو لاٿل گودڙي جي خواهش ڪري ۽ اڇلائڻ تي پشيمان ٿئي ته ان جي معنيٰ هيءَ ٿي ته هو قيمت عيوض گودڙي ڏيڻ ۾ پنهنجو نقصان سمجهي ٿو. جيڪڏهن صوفي لاٿل گودڙي تي افسوس ڪري ته ان کي معنيٰ هيءَ ٿي ته هو چئي رهيو آهي ته منهنجي گودڙي واپس ڪريو، اهو منهنجو وجد ايتري قدر قيمتي نه هو، جو آئون گودڙي ڏيئي ان کي خريد ڪريان. خدا ڪري عاشق کي اهو خيال به نه اچي ۽ جيڪڏهن اچي ٿو ته اهو ذليل ۽ خوار آهي. گودڙي ته بي جان شيءِ آهي، عشق ته هزارين جاندار جسمن کان به وڌيڪ قيمتي آهي. جڏهن عشق جسم کان به وڌيڪ قيمتي شيءِ آهي ته دنيا ان جي مقابلي ۾ گهٽ آهي ۽ حقير شيءِ دنيا دارن جي لاءِ مناسب آهي. عاشقن کي ته عشق جي لازوال سلطنت گهرجي.

تعارف ڪرائڻ واري ڇيو ته شهزادو عشق جي حڪومت جو عهديدار آهي. هن کي عهدي تان نه لاهيو. شهزادو به زبان حال سان توهان کي چوي ٿو، ته جيڪو عهدو توهان جي ديدار ۾ رڪاوٽ بڻجي ۽ توهان کان پري ڪري اهو عهدو ناهي، پر معزولي آهي. توهان حاضريءَ ۾ هِن جي دير کي عشق جي کوٽ جو سبب نه سمجهو، بلڪ هيءَ پاڻ ۾ استعداد پيدا ڪرڻ ۾ لڳو رهيو ۽ جسم جي ڪمزوري تاخير جو سبب ٿي. ان حالت ۾ نه روحاني فيض حاصل ڪرڻ جي صلاحيت هئي نه جسماني خدمت گذاري جي قابليت هئي. جيستائين مقصد جي حصول جي استعداد نه هجي ته ڪوشش بيڪار آهي. جيڪڏهن ڪنهن ۾ ڪاڻ ڪوٽڻ جي استعداد ۽ هنر نه آهي ته ڪاڻ مان ڪجهه حاصل نه ڪري سگهندو. بي استعداد مريد بنا تيل واري بتي جو ڏيئو آهي .جيڪڏهن نڪ ۾ خوشبوءَ سونگهڻ جي استعداد نه آهي ته باغ مان فائدو حاصل نه ڪري سگهندو. بي استعداد پيروڪار ۽ ڪامل راهنما جو مثال نامرد ۽ حسين محبوبه جهڙو آهي.

جنهن پکي ۾ ترڻ جي استعداد نه هجي ان جي لاءِ درياءَ هلاڪت ظاهر آهي. طالب جو استعداد ڪانسواءِ مطلوب وٽ وڃڻ ائين آهي جيئن ڪو ڪٽڪ ڪانسواءِ چڪيءَ تي وڃي. اهو اُتي لٽ مِٽيءَ ۾ ڏاڙهي ۽ مٿو اڇو ڪرائي پوءِ موٽندو. بي استعداد ماڻهن کي آسمان جي گردش ۽ پيريءَ جي آثارن کان سواءِ ڪجهه حاصل نٿو ٿئي. آسمان جي چڪي به انهن کي نفعو ڏيئي ٿي جن وٽ علم ۽ عقيدي جو اَنُو هجي. اعمال صالح جي ذريعي جنت جي استعداد پيدا ڪرڻ گهرجي. ٻار ۾ شراب ۽ ڪباب، ماڙين قلعن مان لذت حاصل ڪرڻ جي استعداد نه آهي. استعداد ڪانسواءِ فائدي حاصل نه ٿي سگهڻ جا بي شمار مثال آهن. تون ڪيستائين ٻڌندين، وڃي استعداد پيدا ڪر. تعارف ڪرائڻ واري هي به ڇيو ته شهزادو هن وقت تائين استعداد جي حصول ۾ توهان کان پري رهيو. جيتوڻيڪ هاڻي به پوري استعداد پيدا نه ٿي آهي، پر عشق مان مجبور ٿي حاضر ٿيو آهي.

شهزادي هاڻي سوچيو ته استعداد جي تڪميل به توهان جي صحبت سان ٿيندي. پوري قابليت جسم ۾ روح اچڻ کان پوءِ ايندي آهي ۽ اها توهان عنايت ڪندا. توهان جي مهرباني هن کان سيئي غم وسارائي ڇڏيا آهن. گهر مان اِن لاءِ هليو هو ته پنهنجي ڪمال سان توهان کي مسخر ڪري. هاڻي هو پاڻ توهان هٿان مسخر ٿي ويو. ظاهر آهي ته جيڪو توهان کي مسخر ڪرڻ هليو اهو خود مسخر ٿي ويو. هر محبوب شيءِ جو قاعدو اهوئي آهي ته انسان اُن کي حاصل ڪرڻ بدران پنهنجو پاڻ کي اُن جي حوالي ڪري ويهندو آهي. دنيا جي ڳالهين کي ابتڙ سمجهو. جيڪو دنيا جو قيدي آهي اهو دنيا جو امير سڏبو آهي، جيئن ته جسم جي ڪري روح قيدي بڻبو آهي، پوءِ روح جو جسم کي خطاب آهي ته تو لکين آزاد روحن کي قيدي بڻايو آهي ٿوري دير جي لاءِ ترڪ ڪر ۽ ڪجهه ڏينهن مرڻ کان اڳ آزاد زندگي گذار. جيڪڏهن گڏهه وانگر تنهنجي آزادي ناممڪن آهي ۽ تون ڏول وانگر کوهه ۾ ڪِرڻ جو عادي آهين ته پوءِ گهٽ ۾ گهٽ مونکي ته آزاد ڪر ۽ منهنجي جاءِ تي ڪنهن ٻئي کي ساٿي بڻاءِ. هاڻي منهنجي آزاديءَ جو وقت اچي ويو آهي، مون کي آزاد ڪر، ڪنهن ٻئي کي نياٽو بڻاءِ، جيئن ايندڙ حڪايت ۾ مذڪور آهي. اها ڳالهه قاضيءَ، جوحيءَ جي زال کي چئي هئي.

**جوحيءَ جي زال تي عاشق ٿيڻ ڪانپوءِ قاضيءَ سان ٿيل جٽ**

هر زماں جوحی درویشی بفن
روبزن کردے کہ اے دلخواہ من

ترجمو: ”جوحي هر وقت بُک جي ڪري مڪر سان زال ڏي منهن ڪري چوندو هو: اي منهنجي پسنديده!“

جوحي مسڪين به هو ۽ مڪار به، هو گهڻو ڪري زال کي چوندو هو ته تو وٽ جڏهن هٿيار آهن ته تون شڪار ڪر، تان ته تنهنجي شڪار مان اسان کي فائدو پهچي. تنهنجي ابروءَ جي ڪمان ۽ تنهنجي ادا جو تير ۽ تنهنجي مڪر

جو ڇار تنهنجا هٿيار آهن، اهي خدا توکي هن لاءِ عطا ڪيا آهن تان تہ تون ماڻهن جو شڪار ڪرين. تون وچ ڪنهن سُٺي پکيءَ کي ڦاسائي اُن کي داڻو ڏيکار، ڪاڏو نہ ڏي پر پنهنجي حسُن جو گرويده بناءِ پر اُن وٽ ڦاسي نہ وڃج. ڇار ۾ ڦاسڻ ڪانپوءِ پکيءَ ڪان داڻو ڪوڻ ڪاڇندو آهي. جوحيءَ جي زالِ قاضيءَ کي شڪار بنائڻ جي فڪر ۾ لڳي ۽ قاضيءَ جي عدالت ۾ وڃي ڪري مُڙس جون شڪايتون ڪيائين تہ اُن جو مختلف عورتن سان تعلق آهي. قاضي جوحيءَ جي زال جي شڪار ۾ اچي ويو. قاضيءَ جوحيءَ جي زال کي چيو تہ هيءُ عدالت جو وقت آهي ۽ گوڙ شور آهي، آئون هن وقت پوري طرح تنهنجي شڪايت ڪوڻ سمجهي سگهندس. جيڪڏهن تون اڪيلائي ۾ اچين ۽ مڙس جي ظُلمن جو تفصيل بيان ڪرين تہ بهتر. آئون چڱي طرح سمجهي سگهندس ۽ اُن کي سزا ڏيندس. تنهنجو حق توکي ضرور ملندو، تون ان جو غم نہ ڪر ۽ تنهنجي مڙس ۾ ڪا سرڪشي ڪوڻ رهندي. عورت چيو تہ توهان جي گهر ۾ اڪيلائي نہ ٿي سگهندي، ماڻهن جي اچ وڃ زياده آهي.

مولانا رومي رحمة الله عليه قاضيءَ جي گهر جي تشبيهہ ڏيئي ڪري دنيا وارن جي قلب ۽ دماغ جي باري ۾ ارشاد بيان شروع ڪيو آهي، تہ انهن ماڻهن جا ڪٽڪا ختم ٿي ڪوڻ ٿيندا آهن ۽ سيني ۾ هر وقت وسوسا پريل رهندا اٿن. اعضاءِ رئيسہ مصيبت ۾ هوندا آهن ۽ باقي عُضوا آرام سان رهندا آهن. انهن ماڻهن کي گهرجي تہ جوحي جي گهر وانگر پنهنجي قلب ۽ دماغ کي خالي ڪن، جڏهن اهي خالي هوندا پوءِ خداوندي حڪم سان پاڪيزه خيالات نمودار ٿيندا.

غيبي خيالات ان وقت ايندا جڏهن پراڻا خيالات ختم ڪيا وڃن. الله تعاليٰ جي خوف جي خزان انهن پُراڻن خيالن جا گل گوئنچ ڇاڻي ڇڏيندي. دنياوي خيالات جي ازالي ڪانپوءِ صحيح خيالات پيدا ٿيندا. انهن فڪرن ڪان منهن موڙي ڇڏ ۽ پوءِ اهي خيالات پيدا ٿيندا، جيڪي حقيقت ۾ سجاڳي آهن. ورنہ دنيوي خيالات غفلت جو خواب آهن، جهڙي طرح اصحابِ ڪهف کي ماڻهو سمجهندا هئا تہ اهي جاڳي رهيا آهن، حقيقت ۾ اهي سمهي رهيا هئا. اهڙي طرح تون پنهنجو پاڻ کي دنياوي خيالن جي اعتبار سان بناءِ يعني ماڻهو توکي انهن خيالن ڪان باخبر سمجهن ۽ تون انهن ڪان بي خبر هجين. قاضي چيو تہ جيڪڏهن خلوت جي لاءِ منهنجو گهر مناسب ناهي تہ پوءِ ڇا هجڻ گهرجي. جوحيءَ جي زال چيو تہ منهنجو گهر بلڪل خالي آهي. مڙس ڳوٺ ويل آهي. اُتي ڪو نگران بہ نہ آهي، تون رات جو اُتي اچ. رات جو جيڪو ڪم ٿيندو آهي اهو لڪل رهندو آهي. ماڻهو ان کي ڏسي نٿا سگهن. رات جاسوسن کي بہ سُمهاري ڇڏيندي آهي. قاضي جوحي جي زال جي فريب ۾ اچي ويو. حضرت آدم عليه السلام بہ حوا ڪان فريب ڪائي ويو هو. شيطان بہ حضرت آدم عليه السلام سان گهڻا افسانا بيان ڪيا. حضرت آدم عليه السلام جي اولاد مان قابيل بہ هابيل کي عورت جي ڪري قتل ڪيو هو. حضرت نوح عليه السلام وعظ ڪندو هو تہ سندس ڪافر زال واهلہ اُن جي خلاف سازشون ڪندي هئي ۽ اُن جي وعظ ۽ نصيحت جي صاف پاڻيءَ کي مڪروه ڪندي هئي. ماڻهن کي چوندي هئي تہ هن بي دين ڪان پنهنجي دين کي بچايو.

حضرت لوط عليه السلام جي گهر واري بہ حضرت لوط جي ڳيرو مهمانن جي خبر قوم کي ٻڌائيندي هئي، تان تہ اهي بدڪاري ڪن. حضرت يوسف عليه السلام زليخا جي مڪر جي ڪري قيدخاني ۾ رهيو. دنيا ۾ جيڪا بہ مصيبت کُلي ڏسندين (هر جڳهہ تي عورت جي سبب ڪان هوندي.)

**قاضيءَ جو جُوحيءَ جي گهر اندر وڃڻ، جوحيءَ جو ڪاوڙ مان در کڙڪائڻ ۽ قاضيءَ جو صندوق ۾ لڪڻ.**

مکرِ زن پایاں ندارد رفت شب

قاضیِ زیرک سوی زن بہر دب

ترجمو: ”عورت جي مڪر جي انتها نہ آهي، سمجهدار قاضي عورت سان بدفعليءَ جي لاءِ رات جو روانو ٿيو.“

عورتن جي مڪر جا لاتعداد قصا آهن، انهن کي ڪيترو بيان ڪجي! عورت شمع ۽ محفل جو نُقل تيار ڪيو، تڏهن قاضي ڏاڍو خوش ٿيو. قاضي جوحيءَ جي زال سان ملي ويئو تان ته تنهائي ۾ آرام ڪري تڏهن ڏاڍو خوش ٿيو. جنهن وقت ٻئي ملي ويٺا تڏهن فوراً جوحي اچي پُهتو. قاضيءَ ڀڄڻ چاهيو پر ڪا جڳهه نه ملي، تڏهن اُتي جيڪا صندوق هئي اُن ۾ لِڪي ويهي رهيو. جوحي گهر ۾ اچي زال تي بگڙيو ته تون منهنجي لاءِ هر موسم ۾ وبال آهين مون توتي هر شيءَ قربان ڪئي آهي پوءِ به تون چو شڪايت ڪندين ٿي وتين. مون کي هڪ شخص ٻڌايو آهي ته تو قاضيءَ وٽ وڃي ڪري منهنجي باري ۾ تمام نامناسب ڳالهيون چيون آهن. منهنجي هر طرح جي خاموشيءَ جي باوجود تو زبان درازي ڪئي آهي. ڪڏهن مون کي مُفلس ۽ ڪڏهن ديوث چوين ٿي. جيڪڏهن آئون ديوث آهيان ته اُن جو سبب تنهنجي آوارگي هوندي، جيڪڏهن آئون مفُلس آهيان ته خدا مون کي مُفلس بنايو آهي. گهر ۾ صندوق کان سواءِ ڇا آهي. انهيءَ ڪري مون تي تُهمتون لڳن ٿيون ان صندوق جي ڪري ماڻهو مون کي مالدار سمجهي صدقه ۽ خيرات به نٿا ڏين. صندوق مٿان ته ڏاڍي سُٺي آهي پر اندران خالي آهي. اُن جي اهڙي حالت آهي جهڙي مڪار رهنما جي هوندي آهي. آئون تُهمت جي ان پاڙ کي صُبح جو چوڪ تي ساڙيندس تان ته سڀئي ڏسن ته اِن صندوق ۾ مذاق کان سواءِ ڪجهه ڪونه هو. عورت چيو ته ائين نه ڪج، همراه قسم کڻي ڪري چيو ته ضرور ڪندس.

هن پنهنجو پاڻ کي چريو بنايو هو. هُن فوراً صندوق کي رسيءَ سان ٻڌو، صُبح جو ڊوڙي وڃي هڪڙي حماليءَ کي وٺي آيو جڏهن حمالي صندوق کڻي هليو تڏهن قاضي حماليءَ کي چوڻ لڳو. حمالي حيران ٿي اڳيان پويان ڏسڻ لڳو. حماليءَ کي جڏهن ڪو نظر نه آيو، تڏهن سوچيائين ته ڪو غيبي ملائڪ يا ڪا پري مونکي پُڪاري رهي آهي. مُسلسل آواز جي ڪري سمجهيائين ته هاتف يا غيبي آواز آهي نيٺ سمجهيائين ته ڪو صندوق ۾ بند آهي ۽ اهو پڪاري رهيو آهي. عاشق به بظاهر ٻاهر آهي پر هو عشق جي صندوق ۾ بند آهي. عاشق جي عُمر به غمن جي صندوق ۾ گذري ٿي، اُن کي دنيا جي ڪنهن شيءِ جي خبر ڪونه هوندي آهي. اِها عاشق جي خصوصيت نه آهي پر جيڪو شخص به زمين جي شين جو دلداده آهي ان جو اهو ئي حال آهي. اهو مرڻ وقت ڄڻ ته هڪ صندوق کان قبر جي صندوق ۾ منتقل ٿيو آهي. نيٺ قاضيءَ حماليءَ کي چيو ته تون ڊوڙي ڪري منهنجي هِن حالت جي خبر منهنجي عدالت ۾ منهنجي نائب کي پُهچاءِ، تان ته منهنجو نائب اچي ڪري هن صندوق کي جوحيءَ کان وٺي ۽ بند ٿيل صندوق منهنجي گهر پهچائي. مولانا دعا فرمائي ٿو ته الله تعاليٰ پنهنجي نيڪ ٻانهن کي متوجه ڪري ته اهي اسان کي به اهڙي طرح خريد ڪن. اهي خريدار انبياءُ ۽ رسول آهن ۽ انهن جا وارث آهن اهلِ دين، جيڪي صندوق ۾ بند آهن پر اهو احساس گهٽ ماڻهن کي آهي. جنهن کي اهو احساس آهي اُن جي سڃاڻپ هي آهي ته اهو هن دنيا جي راحتن کان گهبرائيندو آهي، اهو اِن تنگ دنيا کي صندوق هن لاءِ سمجهندو ته عالم آخرت جي ڪُشادگي ڏسي چُڪو هوندو آهي هڪڙو ضد ٻئي ضد کي ڏسڻ ڪانپوءِ سُڃاڻي وٺندو آهي ۽ اُن جي مقابلي ۾ دنيا کي هڪ صندوق سمجهي ٿو. انهيءَ ڪري حضور ﷺ جن فرمايو آهي ته هر حڪمت ۽ دانائي مسلمان جي گم ٿيل شيءِ وانگر آهي، هو جتي به اُن کي ڏسي ٿو سڃاڻي وٺي ٿو ته اها شيءِ ته منهنجي آهي. جنهن شخص پنهنجا سُنا ڏينهن ڏٺا هُجن اهو نحوست ۾ تڙپندو ۽ جنهن جي پوري زندگي نحوست ۾ گذري هجي اهو نحوست کان ڪڏهن بي چين نه ٿيندو. جنهن شخص جي پوري زندگي غلامي ۾ گذري هجي يا مادر زاد غلام هجي اهو آزاديءَ جي لذت کان واقف نٿو ٿئي، آزاديءَ جو اُن کي ڪو قدر ڪونه هوندو. اُن جي پوري زندگي غلاميءَ جي صندوق ۾ گذري آهي. هو خالي صورتن ۾ مبتلا آهي. ان جو عقل صورت جي هڪ پڃري کان صورت جي ٻي پڃري ۾ منتقل ٿيندو رهندو آهي. اُن جي پڃري ۾ ڪو اهڙو سوراخ نه آهي جنهن مان اهو بُلندي ڏانهن نظر ڪري سگهي. قرآن شريف ۾ انهن ئي ٻي سوراخ پڃري ۾ قاتل ماڻهن جي لاءِ فرمايو ويو آهي: اِنِ اسْتَطَعْتُمْ اَنْ تَنْفُذُوْا مِنْ اَقْطَارِ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ فَانْفُذُوْا ط (الرحمٰن:33)

جيڪڏهن تي سگهي ته توهان آسمان ۽ زمين مان لنگهي وڃو ته لنگهو.“ قرآن انهن ماڻهن جي باري ۾ فرمايو جو اُنهن جي لاءِ جيڪڏهن ڪو لنگهڻ جو رستو آهي ته وحي الاهي ۽ طاقت جي ذريعي انهن کي حاصل ٿي سگهي ٿو. اهو دنيادار آسماني نه آهي پر دنيا جو صندوقي آهي. اهو دنيا جي لذتن ۾ مست آهي، جنهن جي ڪري اهو به نٿو سمجهي ته هو صندوق ۾ بند آهي. جيڪڏهن هو انهن صندوقن تي فدا نه ٿئي ته قاضيءَ وانگر انهن کان نڪرڻ جي ڪوشش ڪري ها. جيڪو اهو سمجهي ٿو ته اهو دنيا جي صندوق ۾ قيد آهي اهو هر وقت آهون پري ٿو. اهو جوحيءَ جي صندوق ۾ بند قاضيءَ وانگر ڏکي ٿو.

مولانا وري قاضيءَ جو قصو شروع ڪيو آهي ته قاضيءَ جي چوڻ تي حماليءَ هڪڙي مسافر کي چيو ته جلد وڃي قاضيءَ جي نائب کي سڄو قصو ٻڌاءِ ۽ چئينس ته قاضيءَ جي مٿي تي قيامت اچي ڪڙڪي آهي. نائب کي چئو ته اهو ڪم ڇڏي جلدي اچي ۽ هن بند صندوق کي خريد ڪري وٺي وڃي. ان شخص جي ڳالهه تي قاضيءَ جا متعلقين حيران ٿي ويا. مطلب ته اُن ماڻهو جي اطلاع قاضي جي نائب جا هوش اُڏائي ڇڏيا. هِن پاسي جوحيءَ هي حرڪت ڪئي جو چوڪ تي ٻاهه ٻاري چوڻ لڳو ته اڄ آئون هن صندوق کي ساڙيندس. جوحي جي ان گوڙ شور سان چوڪ تي ماڻهو گڏ ٿي ويا.

### قاضيءَ جي نائب جو جوحي کان صندوق خريدڻ

*نائب آمد گفت صندوقت بچند*
*گفت نهصد بيشتر زرميدهند*

ترجمو: ”نائب اچي پڇيو: تنهنجي صندوق ڪيتري جي آهي؟ هُن چيو ته مونکي هِن جا نَو سؤ چيا اٿن.“

نائب اچي جوحيءَ سان صندوق جي خريداريءَ جو معاملو شروع ڪيو، تڏهن جوحيءَ هزار اشرفيون قيمت ٻُڌائي ۽ چيائين ته نو سو اشرفيون ملن ٿيون پر آئون هزار کان گهٽ ڪونه ڏيندس، جيڪڏهن تون خريدار آهين ته ٿيلهي ڪڍ ۽ هزار اشرفيون ڏي. نائب جوحيءَ کي چيو ته ڪجهه شرم ڪر، معمولي صندوق جي ايتري قيمت وٺين ٿو. جوحيءَ نائب کي وڌيڪ پريشان ڪرڻ جي لاءِ چوڻ شروع ڪيو ته چڱي طرح ڏسڻ کانسواءِ شيءِ جو وٺڻ دُرست نه آهي. آئون ان صندوق کي کولي ڏيکاريان ٿو، جيڪڏهن ان قيمت ۾ وٺڻ پسند ڪرين ته وٺ نه ته تون جو ٽوٽي ۾ پوين ٿو. نائب گهبرائيندي فوراً چيو ته نه کولڻ جي ضرورت نه آهي، راز جي پرده پوشي ڪر، آئون صندوق کي بند ئي خريد ڪندس. جوحيءَ کي چيائين ته هاڻي قاضيءَ جو پردو رک، خدا تنهنجي پرده پوشي ڪندو. جيستائين پنهنجي نجات جو يقين نه هجي ڪنهن گهنگار خلاف واويلا ڪرڻ نه گهرجي. تو وانگر ٻيا به دنيا جي صندوق ۾ بند آهن. جهڙي طرح تون پنهنجي صندوق ۾ بند هجڻ تي مذاق پسند نٿو ڪرين اهڙي طرح ٻين جو به مذاق نه اُڏاءِ. جيڪي ڪُجهه سُٺو يا خراب انسان پنهنجي لاءِ پسند ڪري اهو ئي ٻين جي لاءِ به پسند ڪري. ”الله تعاليٰ هر شخص جي گذرگاهه تي آهي.“ (الفجر:14) اُن کان ڪنهن جو ڪم لِڪل نه آهي ۽ اهو قيامت کان اڳ ۾ به بدلو ڏيندو آهي. اُن جو انصاف سيني تي گهيرو ڪيل آهي، تون به اُن جي عدل جي ماتحت آهين، جهڙو ڪندؤ اهڙو پريندؤ. سُٺو ڪندؤ ته سُٺو نتيجو ٿيندو برو ڪندؤ. ته برو نتيجو ٿيندو. انسان غور ڪري ته انسان کي عملن جي سزا دنيا ۾ به ملي رهي آهي، قيامت ۾ جيڪو بدلو ملندو اهو غير معمولي آهي ۽ بدعملن جو بدلو قيامت ۾ جهنم آهي. جوحيءَ چيو ته بيشڪ قاضيءَ سان جيڪي ڪجهه مون ڪيو اهو منهنجو ظلم آهي پر جيئن ته برائي جي ابتدا قاضيءَ ڪئي جو منهنجي زال سان برائي ڪيائين تنهنڪري اهو مون کان وڌيڪ ظالم آهي، انهيءَ ڪري اُن تي ظُلم بيجا نه آهي. نائب چيو ته ٻي کي پاڻ کان وڌيڪ ظالم قرار ڏيڻ درست نه آهي. اسين سڀ گناهن ۾ ملوث آهيون ۽ سيئي برائي جي

ابتدا ڪرڻ وارا آهيون. اسين پنهنجو پاڻ کي بي قصور ۽ ٻين کي برو سمجهڻ ۾ ان حبشيءَ وانگر آهيون جيڪو پنهنجي ڪاراڻ نٿو ڏسي ٻين جي ڪاراڻ ڏسي ٿو. هر انسان مصيبتن جي صندوق ۾ قيد آهي. هاتفِ غيبي يعني اهل الله اُن کي خريد ڪري رهيا آهن. توکي يقين ڪرڻ گهرجي تہ تون بہ قاضيءَ وانگر غمن ۽ فِڪرن جي صندوق ۾ قيد آهين. دل پسند ۽ ناپسند جيڪو بہ تنهنجو دنياوي مطلوب آهي اهو تنهنجي لاءِ صندوق ۽ راهِ آخرت جي لاءِ رڪاوٽ آهي جيستائين تون انهن واسطن کي ٽوڙي آزاد نہ ٿيندين توکي حياتِ طيبہ نصيب نہ ٿيندي.

**حضور ﷺ جن جي حديث: "مَنْ كُنْتُ مَوْلَاهُ فَعَلِيٌّ مَوْلَاهُ" جو بيان**

زين سبب پيغمبرؐ بااجتهاد
نامِ خود و آن عليؓ مولا نهاد

ترجمو: "انهيءَ ڪري جاکوڙي پيغمبر ﷺ پنهنجو ۽ علي رضي الله عنه جو نالو مولا رکيو."

حضور ﷺ ارشاد فرمايو "جنهن جو آئون مولا آهيان، آقا آهيان علي رضي الله عنه اُن جو مولا آهي. مولا ڪير آهي؟ جيڪو توکي آزاد ڪري تنهنجي پيرن مان غلاميءَ جا زنجير ٽوڙي. نبوت انسانن جي رهنمائي ڪري ٿي ۽ دنياوي تعلقات کان آزادي ڏياري ٿي. مومنن کي ان آزاديءَ جي خوشي ملهائڻ گهرجي. سرو ۽ سوسن کي ميوي نہ هُجڻ جي ڪري آزاد چيو ويندو آهي. پنهنجي مربي جو اهڙي طرح شڪر ادا ڪريو جهڙي طرح خوش رنگ باغ پاڻيءَ جو شڪر ادا ڪندو آهي. خالي زبان سان شڪر، شڪر نہ آهي پر دل ۽ حال سان شڪر ادا ڪريو. باغ جا گُل احوالن سان شڪر ادا ڪن ٿا. باغن جو شڪر ادا ڪرڻ گهرجي جو اُنهن نيون پوشاڪون پاتيون آهن ۽ ناز و انداز ڏيکاري رهيا آهن ۽ خوشبو مهڪائي رهيا آهن. چمن ۽ باغ جو هر جُز بهار جو شُڪريو هن طرح ادا ڪري ٿو جو اُن جو هر حصو گلن سان پرجي ويو آهي. سيئي گُل خاموش آهن پر اُنهن جا احوال گويا ۽ ڳالهائيندڙ آهن. باغ چوي ٿو تہ جهڙي طرح اسين بغير ڳالهائڻ جي شڪر گذار آهيون، اهڙي طرح اسان جي محسن موسمِ بهار ۾ گويائي نہ آهي پر ٻين جي گويائي اُن جو فيض آهي ۽ موسمِ بهار انهن جي نشو و نما ڪري ٿي. موسم بهار مان زبان کي گويائي حاصل ٿيڻ اهڙي طرح آهي جهڙي طرح حضرت عيسيٰ عليه السلام کي ننڍپڻ ۾ گويائي حضرت مريم عليها السلام جي نور مان حاصل ٿي ۽ حضرت آدم عليه السلام کي گويائي الله تعاليٰ جي نفخ مان ٿي. شُڪر جي تلقين هن ڪري جاري آهي تہ شُڪر سان نعمت ۾ اضافو ٿئي ٿو. نعمت اندر وڏيڪ نعمت آهي جيڪا شُڪر سان حاصل ٿيندي. دنيا جي شين جي باري ۾ آهي تہ عَزَّ مَنْ قَنَعَ "جنهن قناعت ڪئي اُن عزت حاصل ڪئي" ۽ ذُلَّ مَنْ طَمِعَ، "جنهن لالچ ڪئي اهو ذليل ٿيو" پر دنياوي نعمتن جي باري ۾ معاملو اُلٽو آهي. هِتي جيڪو قناعت ڪري ٿو اهو ذليل ٿئي ٿو ۽ جيڪو لالچ ڪري ٿو اهو عزت پائي ٿو. نفس جي صندوق مان ٻاهر نڪر، تنهنجا مربي تنهنجا خريدار آهن، انهن جي تابعدري ڪر اهوئي انهن جو شڪريو آهي.

**ٻئي سال جوحيءَ جي زال جو قاضيءَ وٽ وڃڻ**

بعدِ سالے باز جوحی از محن
رُوبزن کرد و بگفت اے چست زن

ترجمو: "مصيبتن جي ڪري هڪ سال کانپوءِ جوحي پنهنجي زال کي مخاطب ٿيندي چيو: اي چالاڪ عورت..."

گذريل سال وانگر قاضيءَ کي وري ڦاساءِ. جوحيءَ جي زال ڪجهہ عورتن کي پاڻ سان گڏ ونئي قاضيءَ جي ڪچهريءَ ۾ پُهتي ۽ هڪ عورت کي پنهنجو ترجمان بنايائين. جوحيءَ جي زال پاڻ هن ڪري نہ ڳالهايو تہ متان قاضي

اُن جي آواز مان ڪيس سچائي نہ وڻي ۽ گذريل سال جي مصيبت قاضيءَ کي ياد نہ اچي. عورتن جون ادائون بہ فتنو آهن پر آواز سان ملي ڪري اهي سؤ فتنا بڻجي وينديون آهن. جيڪڏهن عورت جو آواز ادا سان نہ هجي تہ خالي ادا ايترو ڪم نٿي ڪري. قاضي جيئن تہ هن دفعي فريفتہ نہ ٿيو تنهنڪري چيائين تہ مڙس کي حاضر ڪر. اها عورت پنهنجي مڙس جوحيءَ کي وٺي آئي. قاضي جوحيءَ کي نہ سڃاڻي سگهيو ڇاڪاڻ تہ اُن جي ملاقات وقت قاضي صندوق ۾ بند هو. قاضيءَ جوحيءَ جو فقط آواز ٻڌو هو. جنهن وقت اهو نائب سان صندوق ۾ سودو ڪري رهيو هو.

قاضيءَ جوحيءَ کي چيو تہ تون عورت کي پورو خرچ ڇو نٿو ڏئين؟ جوحيءَ چيو تہ آئون شريعت جي احڪامن جو غلام آهيان پر آئون ايتري قدر مسڪين آهيان جو جيڪڏهن مري وڃان تہ ڪفن بہ شايد نصيب نہ ٿئي! ڳالهين دوران قاضي جوحيءَ کي سڃاڻي ورتو ۽ کيس گذريل سال واري مڪاري ياد اچي ويئي. قاضيءَ چيو تہ تو گذريل سال مون سان مڪاري ڪئي هئي ۽ مون کي مصيبت ۾ ڦاسايو هو. هاڻي ڪنهن ٻئي کي ڦاساءِ. عارف شش و پنج کان فارغ هوندو آهي. پنجن مان مراد پنج حواس ۽ ڇهن مان مراد 6 جهتون آهن. عارف جو ادراڪ حواسن ۽ جهتن کان مٿانهون آهي. هاڻي اُن کي علوي علوم حاصل آهن ۽ وهمن کان لنگهي ويو آهي ۽ يڪسو ٿي ويو آهي جيڪڏهن اهو دنيا جي ڇهن ڪُنڊن واري کوهہ ۾ هجي تہ ٻين کي ڪيئن کوهہ مان ٻاهر ڪڍي سگهي ٿو.

قرآن پاڪ ۾ آيو آهي تہ فَاَرۡسَلُوۡا وَارِدَهُمۡ (يوسف:19) پوءِ انهن پاڻي ڀرڻ واري کي موڪليو. اهو ئي وارد هو جنهن حضرت يوسفؑ کي کوهہ مان ڪڍيو. اهڙي طرح طالبن کي کوهہ مان ڪڍڻ وارو عارف دنيا کان مٿانهون آهي، فقط اُن جو جسم دنيا جي هن کوهہ ۾ ڏول وانگر اچي ٿو، جيڪو کوهہ ۾ بند ۽ قيد ڪونہ هوندو آهي. طالب اُن جي ان جسم سان وابستہ ٿي دنيا جي کوهہ مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري حضرت يوسفؑ وانگر مصر جا بادشاهہ بڻجن ٿا. دنيادارن جا ڏول تہ دنيا حاصل ڪن ٿا ۽ عارف جو ڏول دنيا کان ٻاهر ڪڍندو آهي. ٻين جا ڏول پاڻي ڪڍڻ جي لاءِ کوهہ ۾ وڃن ٿا عارف جو ڏول مڇيءَ کي زندگي ۽ روزي عطا ڪري ٿو. بزرگ روميؒ عارف جي جسم کي ڏول وغيره سان تشبيہ ڏني آهي. هاڻي فرمائي ٿو تہ عارف جي لاءِ اهي مثال بلڪل ناقص آهن، هن جو مثال ڪائنات ۾ ڪوبہ نہ آهي.

اهو عارف هڪ ذات هوندي بہ پوري اُمت هوندو آهي ۽ اهو هڪ تير آهي جنهن ۾ سوين تير ڪمان پوشيده آهن. عارف خدا سان وحدت رکندو آهي، ماڻهن جي لاءِ آزمائش آهي جو اهي ماڻهو خالي اُن جي جسم کي ڏسي ڪري شيطاني نظر اختيار ڪندا آهن. عارف جو روح هڪ سِج آهي جيڪو جسم جي ذري ۾ پوشيده آهي. زمين اُن سج جو تاب نٿي برداشت ڪري سگهي. جڏهن روح جي وسعت ۽ عظمت جو حال هي آهي تہ پوءِ اهو هن جسم جي لائق ڪٿي آهي. جيڪو جسم روح جو گهر ٻڌيل آهي، روح جو ان ۾ ٿوري دير قيام ڪافي آهي.

سمنڊ جهڙو روح مُشڪ جي جسم ۾ ڪيستائين رهي سگهي ٿو. روح هزارين جبرئيلن جي بمنزلہ آهي ۽ جسم هڪ بشر آهي. روح مسيح آهي ۽ جسم خر آهي. خبردار جسم جي غار ۾ الله جو محبوب پوشيده آهي. جسم جي نانگ ۾ خدائي خزانو پوشيده آهي. چادر ۾ ڪليم الله پوشيده آهي، جيڪو خوف کان واقف آهي اهو نيڪ ۽ بد کان ڇُٽي ويو. اِهي سڀ تشبيهون روح ۽ جسم جون آهن. شيطان محض جسم کي ڏسي غلطي ۾ مبتلا ٿي ويو. تون مڪان ۾ لامڪاني جي سجده گاهہ آهين. هڪڙي قول مطابق ملائڪن آدم کي زمين تي سجدو ڪيو هو، اهو شيطان جي دڪان جي ويراني جو بيان آهي. بزرگ رومي شيطان کي چئي ٿو تہ اک کولي ڏس تہ اهو خالي جسم نہ آهي جلال سان گڏ نور جي چمڪ بہ موجود آهي.

## شهزادي جي قصي ڏانهن واپسي ۽ ان جي بادشاهه جي دربار سان وابستگي

شاهزاده پيشِ شه حيرانِ اين
هفت گردوں ديده در يکمشت طين

ترجمو: "شهزادو بادشاهه جي اڳيان حيران هو، ست آسمان هن هڪ مُٺ ۾ ڏٺا."

روح ڪامل ان ڪان به وڌيڪ وسيع آهي. جبڪي اعتراض شهزادي جي ذهن ۾ آيا هئا اهي زبان سان بيان نٿي ڪيائين پر هنهي ۾ روحاني ڳالهه ٻولهه ٿيندي هئي. شهزادي جي ذهن ۾ هي سوال پيدا ٿيو ته جڏهن سڀ فضيلتون ۽ خاصيتون روح جون آهن ته پوءِ جسم سان ان جو تعلق ڇو ڳنڍيو ويو؟ روح ڪامل ڪي صورت سان اِن ڪري ڳنڍيو ويو ته صورت اختيار ڪري تو ۾ اهو فيض پهچائي جو تون صورت ڪان بيزار ٿي وڃين. اهو فيض روح مجرد حاصل نٿي ڪري سگهيو ڇڻ ان جو مثال هي ٿيو ته هڪ ستل، ستل ڪي سجاڳ ڪيو ۽ تون صورت ڪان بيزار ٿي وئين. انهيءَ روح ذريعي، جڏهن اها صورت وابسته آهي، ڪلام صادر ٿئي ٿو ته جيڪو توکي ان ڪلام ڪان باز رکي ٿو جيڪو مقصد ۾ رڪاوٽ. هجي جسماني بيمارين کي الله تعاليٰ گُناهن جي بيمارين جي دوا بڻائيندو آهي يا مطلب هي آهي ته روح ڪامل جي جسم تي جڏهن عشق جون بيماريون طاري ٿين ٿيون ته ان جي آثارن کي ڏسي ڪري ماڻهو پنهنجي اصلاح ڪن ٿا. اسان عشق کي بيماري چيو آهي پر هي اهڙي بيماري آهي جيڪا صحت جي جان آهي ۽ ان جون تڪليفون راحتن جي لاءِ باعث حسرت آهن جيڪي صحت سان مقصود هونديون آهن. هاڻي ان جهان جو پيچو ڇڏ ۽ جيڪڏهن تون بلڪل روح کي ڇڏڻ نٿو چاهين ته جيئن قاضي چيو ته ڪو ٻيو روح تلاش ڪر.

## چين جي بادشاهه جو پرديسي عاشق شهزادي کي نوازڻ

حاصل آں شه نيک اورامی نواخت
اُو ازاں خورشيد چوں مه می گداخت

ترجمه: "خلاصو هيءُ آهي ته بادشاهه ڪيس خوب نوازيندو هو، اهو سج ڪان چنڊ وانگر ڳرندو هو."

عاشقن جو ڳرڻ انهن جو وڌڻ آهي جيئن ڪکر ۾ چنڊ خوش هوندو آهي، ٻيا بيمار دوا جي اميد ڪندا آهن. عشق جو ستيل اها تمنا ڪندو آهي ته منهنجي بيماري وڌي. سڀ مريض دوا ڳوليندا آهن ۽ هي وڌيڪ رنج، تڪليف ۽ روئڻ ڳوليندو آهي. عشق جيتوڻيڪ زهر اهي پر ان جي مناس سيني ڪان وڌيل آهي. هي مرض آهي پر صحت ڪان بهتر آهي. عشق ۾ ورهيه بمنزل هو وڏي ساعت جي آهن. هڪ عرصي تائين اهڙي طريقي سان بادشاهه وٽ رهيو جو دل درد سان ٽمٽار هئي، جان قربان ڪرڻ تي گهريائين. جن ماڻهن بادشاهه جي چوکري جي تمنا ڪئي انهن جو هڪڙو دفعو ڪنڌ ڪٽيو، آئون هر وقت بار بار قربان ٿي رهيو آهيان. آئون پئسا ۽ سر قربان ڪري رهيو آهيان. فنا کانپوءِ بقا حاصل ٿيندي آهي هن عشق ۾ ٻن پيرن ۽ هڪ مٽي سان ڪم نٿو هلي. عوام هن ڪري عشق ڪان محروم آهن ڇاڪاڻ ته انهن جو هڪ مٽو ۽ ٻه پير آهن. خدا جا عاشق ٿورا آهن. عشق مجازي جو هنگامو مٽي ۽ پيرن کانپوءِ ختم ٿي ويندو آهي پر حقيقي عشق جو هنگامو روز بروز تيز ٿيندو آهي. جيئن ته حقيقي عشق جو چشمو لامڪاني ۽ غير فاني آهي. ان عشق جي گرمي اڳيان دوزخ جي گرمي گهٽ آهي.

## مومن سان دوزخ جي گفتگو

مومن ۾ جيئن ته عشق جي گرمي آهي ان ڪري دوزخ ان کي برداشت نٿو ڪري ۽ ڪيس چوندو آهي ته جلد لنگهي وڃ نه ته تنهنجو نور منهنجي باهه وسائي ڇڏيندو.

ز آتشِ مؤمن ازیں رُوای صفی
می شود دوزخ ضعیف و منطفی

ترجمو: ”اي برگزيده! اِن جي ڪري مومن جي باهہ سان دوزخ ڪمزور ۽ اجهاٽل ٿي ويندو آهي.“

مومن عشق جي باهہ آهي ان سان دوزخ جي باهہ ڪمزور ٿي اُجهامي ويندي آهي. دوزخ جي باهہ ڪي ٻڙڪائڻ واري شيءِ ڪفر آهي. ڏسو دنيا ۾ مومن جي ايمان سان ڪفر ڪهڙو پريشان ٿيندو آهي. اهو مومن جڏهن جهنم وٽان لنگهندو تڏهن دوزخ جي باهہ مضمحل ٿي ويندي. تون پاڻ مان جلد ان مادي کي پري ڪر، پنهنجي هستي کي ڪنهن صاحبِ عشق و معرفت جي حوالي ڪر تان تہ ان ۾ اهو مادو ئي نہ رهي جنهن کي دوزخ جي باهہ پڪڙي نہ سگهي. مومن جي اعتبار سان جنت بہ گهٽ درجو آهي. قلبِ مومن ذاتِ خداوندي مظهرِ اُتم آهي. جنت ۾ اِها صفت نہ آهي. اعليٰ کان ادنيٰ شرمائيندو آهي انهي ڪري جنت جو اهو قول پاڻ کي گهٽ ٻڌائڻ جي لاءِ آهي. مطلب تہ مومن جنت کان بہ افضل آهي ۽ جهنم کان بہ.

**وڏي شهزادي جو مرڻ ۽ وچئين جو بادشاهہ سان سنگت**

رفت عُمرش چاره را فرصت نیافت
صبر بس سوزاں بُد وجاں بر نتافت

ترجمو: ”هُن جي عمر ختم ٿي، علاج جو موقعو نہ مليس، صبر ساڙڻ وارو هو ۽ جان برداشت نہ ڪري سگهي.“

ان وڏي شهزادي جي عمر ان حالت ۾ ختم ٿي ويئي ۽ وصل جي ڪا تدبير نہ ٿي سگهي. هڪڙي مدت تائين عشق جي اظهار کان ٻڇندو رهيو ۽ نيٺ وصل ڪانسواءِ هن دنيا مان رخصت ٿي ويو. هاڻي معشوق جيڪو ان جي نظرن کان غائب هو ۽ جيڪو مظهر ۾ ظاهر هو يعني حسنِ خداوندي ان سان وڃي مليو. هاڻي هو مجاز ۾ حقيقت ڏسڻ بدران ڪنهن پردي ڪانسواءِ حقيقت سان همر ڪنار ٿي ويو. هاڻي هو هي چئي رهيو هو تہ آئون جسم کان اگهاڙو ٿي ويو آهيان ۽ جسم اُن شهزادي جي خيال ۾ اُگهاڙو ٿي ويو ۽ هاڻي آئون ان حقيقت جي وصل ڏانهن وڃي رهيو آهيان.

وصلِ خداوندي جا بحث جيڪي اسان ذڪر ڪيا اهي ئي گفتگو ۾ سمائجي سگهن ٿا. ان کان اڳتي جا احوال ذوقي آهن ۽ ذوقي شيون گفتگو سان بيان نٿيون ڪري سگهجن. اڳتي جي ڳالهين جي لاءِ گفتگوءَ ذريعو نہ آهن. ان جو مثال هن طرح سمجهو تہ گهوڙي جي سواري درياءَ جي ڪناري تائين ڪم ڏيندي آهي پوءِ اها بيڪار آهي، ٻي سواري جي ضرورت ٿئي ٿي تہ ٻيڙي ڪم ڏيئي ٿي. اهلِ قال ڪي حال سان نٿو سمجهائي سگهجي. ان کي فقط اهلِ حال ئي سمجهي سگهن ٿا. ٻيڙي سُڪي ۾ ڪم نٿي ڏيئي سگهي.

گفتگو کان خاموشي اهلِ حال جي لاءِ گفتگو آهي. جيڪڏهن تون اهلِ قال مان آهين تہ گفتگو کان خاموشي مان پريشان ٿيندين پر اهلِ حال جي لاءِ اهي عشق جا نعرا آهن. تون ان خاموشيءَ کي خاموشي سمجهين ٿو. صاحبِ حال چوي ٿو تہ تنهنجا ڪن نہ آهن جو تون حال جي گفتگو کي سمجهي سگهين. اهو صاحبِ ذوق چوي ٿو تہ آئون عشق جي نعرن سان ٻوڙو ٿيندو پيو وڃان ۽ هي بي خبر آهي. دنيادار ۽ تيز ڪنن وارا عشق جي نعرن کان ٻوڙا هوندا آهن ان جو مثال هي آهي تہ هڪ شخص خواب ۾ نعرا لڳائي ٿو ۽ گهٽيون ڳالهيون ڪري ٿو ۽ ٻيو شخص جيڪو ان جي پاسي ۾ ويٺو آهي ان کان بي خبر آهي پوءِ جيڪڏهن جاڳي رهيو آهي تہ بہ سُتل آهي. اهو حال تہ اهلِ ذوق جو هو. هاڻي جيڪي فنا ۽ استغراق جا مقام آهن انهن جو ذوق بہ فنا ٿي چڪو آهي. هاڻي اهي خود مڇي آهن، انهن کي هن ٻيڙي جي بہ ضرورت نہ آهي. اهو صاحبِ مشاهده نہ صاحب ذوق وانگر خاموش آهي ۽ نہ ڳالهائيندڙ هي هڪ نادر

شخصيت آهي ۽ اُن جي ان ڪيفيت جو پورو بيان ڪرڻ جي لاءِ الفاظ نہ آهن، ان ڪي نہ خاموش ڇئي سگهون ٿا نہ گويا اهو خاموش بہ آهي ۽ ڳالهائيندڙ بہ. هاڻي ان جي تشريح جي لاءِ شريعت جو ادب مانع آهي. وڏي شهزادي جي احوال جو خلاصو هي آهي تہ هو، درد، عشق ۽ سوز جي حالت ۾ دنيا مان هليو ويو.

## وِچٽ ڀاءُ جو ڀاءُ جي جنازي ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ ڪيس بادشاه جو نوازڻ

ڪوچڪيں رنجور بود و آں وسط

بر جنازه آں بزرگ آمد فقط

ترجمو: "ننڍو بيمار هو، فقط وِچٽ وڏي ڀاءُ جي جنازي ۾ آيو."

سڀ کان ننڍو شهزادو بيمار هو، اهو وڏي ڀاءُ جي جنازي ۾ نہ اچي سگهيو ۽ فقط وچٽ ڀاءُ حاضر ٿيو. بادشاه ڪشف سان سمجهي ويو هو، پوءِ بہ هُن پڇيو تہ هي ڪير آهي؟ تعارف ڪرائڻ واري چيو تہ هي بہ ان پيءُ جو پٽ آهي ۽ مرڻ واري جو ننڍو ڀاءُ آهي. بادشاه جي توجہ سان ان جي قلبي ڪيفيت بدلجي ويئي ۽ دل ۾ زندگي محسوس ٿيڻ لڳي. هُن پنهنجي دل ۾ عشق الاهي جو اهڙو جوش و خروش ڏٺو جيڪو صوفيءَ کي سوين سالن بہ حاصل نٿو ٿئي. هُن پنهنجي دل ۾ علم ۽ معرفت جو عاليشان جهان ڏٺو، نور جي تجلي سان سڄو جهان روشن ٿي ويو ۽ ان ۾ واردات ۽ معارف مُنڪشف ٿيڻ لڳا ۽ هرشيءِ مظهرِ صفات و ڪمال نظر اچڻ لڳي.

هاڻي جهان جو ذرو ذرو ان جي ڪشف جو ذريعو بڻجي ويو ۽ ان جي ذريعي عُلوم ۽ معارف جو دروازو کُلڻ لڳو. اهو علم جو دروازو ڪڏهن روشن دان وانگر علم جو ذريعو بڻبو هو، ڪڏهن خود علم بڻجي ويندو هو. ڪڏهن مِٽي مقصود بالذات بڻجي ويندي هئي ۽ ڪڏهن مقصود جو ذريعو ۽ وسيلو.

هاڻي عالمِ ناسوت ڪيس بي قدر معلوم ٿيندو هو ۽ سندس نِگاهن جي اڳيان عالم ملڪوت هو. شهزادي جو اهو ڪشفِ تعجب جي ڳالھ نہ آهي. روح زيبا جڏهن جسماني لذّتن کان آزاد ٿي ويندو آهي پوءِ اهو مُجاهدي سان ٿئي يا عارف جي صحبت سان، ان کي ان قسم جا انڪشافات حاصل ٿيڻ لڳندا آهن. شهزادي کي عارف جي صحبت سان اهو درجو حاصل ٿي ويو، استدلالي عُلوم هاڻي مشاهدو بڻجي ويا. بادشاه جي صحبت سان ان کي باطني سُرمو حاصل ٿي ويو يعني باطني علمن جي باغ ۾ ناز سان گهمي رهيو هو ۽ اهلِ باطن وانگر وڏيڪ جي لاءِ نعرا هڻي رهيو هو. هُن کي جيڪو معنوي باغ حاصل ٿيو هو، اهو دائمي هو. ساوڪ جو باغ عارضي هوندو آهي پر جيڪو باغ دل ۾ ڦٽندو آهي، اهو پائيدار هوندو آهي. رسمي علوم ان باغ معرفت جا فقط بہ ٽي گلدستا آهن. اسين انهن رسمي علمن جو اِن ڪري چاھ رکون ٿا جو اسان حقيقي علمن جو دروازو پاڻ تي بند ڪري ڇڏيو آهي. جن ڪُنجين سان انهن عِلمن جا خزانا کُلن ٿا اهي لذتن جي ڪري اسان جي هٿن مان ڪِريو پون. جڏهن ڪنهن انسان جو پيٽ پرجي ويندو آهي تہ پوءِ شهوت جو گرويده ٿي ويندو آهي، تڏهن ماني ۽ عورت جي پويان ڪاهي پوندو آهي. اڳ ۾ اهو عام نانگ هو، جنهن جو هڪڙو مٿو هو، هاڻي اهو ستن مٿن وارو ارڙ نانگ بڻجي ويندو آهي. دوزخ ستن مٿن وارو ارڙ نانگ آهي، دوزخ جا ست دروازا آهن جن سان جهنمي ان ۾ داخل ٿيندا. حرص انسان جي لاءِ داڻو ۽ دوزخ ڄار آهي. اُن داڻي ۽ ڄار کان پري ڀڄ، پوءِ معارف ۽ علوم لُدنيہ جو دروازو کُلندو. جيڪڏهن تون خدا جو عاشق نہ آهين جيڪو انهن علمن ۽ معرفتن جو حامل هوندو آهي تہ پوءِ تون اهڙو جبل آهين جنهن سان گونج پيدا ٿيندي آهي ۽ اهو جبل ان کان لاعلم هوندو يعني تنهنجو علم بہ خالي جبل جو پڙاڏو آهي. جهڙي طرح تنهنجي گفتگو پڙاڏو آهي تيئن تنهنجا عارضي احوال بہ ڪنهن ٻئي جو عڪس آهن. تنهنجي ڪاوڙ ۽ تنهنجو ڪينو ٻئي جو عڪس آهي، جهڙي طرح سپاهي جي ڪاوڙ ۽ ان جو سبب ٻيو هوندو آهي.

سپاهي جي ڪاوڙ انهن پئسن جو عڪس آهي جنهن جي ان کي لالچ آهي. انهن عڪسي احوالن تي اڪتفا نہ ڪر، ڪوشش ڪر تان تہ تنهنجي لاءِ اها حقيقت بڻجي وڃي. جڏهن تنهنجي اندر حقيقي وصف پيدا ٿي ويندي تہ تنهنجي گفتار پنهنجي هوندي ۽ تنهنجي رفتار تنهنجي پنهنجي پرن ۽ پيرن جو نتيجو هوندي. تير جا پر لڳايل هوندا آهن ان جا پنهنجا نہ آهن انهيءَ ڪري اهو شڪار جي گوشت کان محروم آهي. باز پنهنجي پرن جي ذريعي شڪار ڪندو آهي ۽ تلور ۽ چڪور جو گوشت کائيندو آهي. نقال پرن وانگر ۽ صاحبِ حال باز وانگر آهي. علوم بي بصيرت ۽ احوال جي حقيقت جو تعلق وحي سان نہ آهي پر اهي محض نفساني شيون آهن. سورت والنجم ۾ آهي وَمَا يَنۡطِقُ عَنِ الۡهَوٰى ۝ اِنۡ هُوَ اِلَّا وَحۡیٌ یُّوۡحٰى ۝ (النجم:3-4) "حضور ﷺ جو ڪلام وحي کان ورتل آهي نفساني خواهش سان نہ آهي. حضور ﷺ جا سيئي علم وحي متعلق هئا. جيڪي ماٺهو جسماني آهن اُنهن جو تعلق روحاني ملائڪن سان نہ آهي، انهن جي لاءِ تحري (قبلي جو رخ معلوم نہ ٿي سگهڻ جي موقعي تي پنهنجي خيال موجب ڪنهن طرف ڏانهن منهن ڪرڻ) ۽ اجتهاد وحي جي قائم مقام آهي، انهيءَ ڪري اجتهادي مسائل بہ نفساني نہ آهن.

حضور ﷺ کي بہ اجازت هئي تہ جڏهن وحي نہ اچي تہ قياس کان ڪم وٺن. وحي نہ هوندي قياس مان فائدو حاصل ڪرڻو آهي. جيڪڏهن بيد مُشڪ جو ميوو نہ آهي تہ اُن جي ڇانوَ مان فائدو حاصل ڪيو ويندو آهي. جڏهن ڪعبو سامهون هُجي تہ اندازو لڳائڻ جائز نہ آهي پر جيڪڏهن انسان اهڙي جهنگ ۾ هجي جتي قطعي دليل سان طرف کي متعين نہ ڪري سگهجي تہ قياس يا اندازي سان متعين ڪرڻ جائز آهي. جيڪڏهن اٽڪل ۽ اجتهاد ڪانسواءِ ڪو عمل ڪندو تہ اها بدعت آهي. بغير اجتهاد جي جيڪڏهن تہ هواءِ نفس آهي تہ اها نفس جي خواهش اُن کي اهڙي طرح برباد ڪندي جهڙي طرح عاد جي قوم کي هوا برباد ڪيو هو. جيڪڏهن ان اجتهاد کان ڪم ورتو تہ پوءِ هوا ان جي لاءِ اهڙي طرح مفيد ٿيندي جهڙي طرح حضرت سليمان عليه السلام جي لاءِ مفيد هئي. عاد جي قوم جي لاءِ هوا اهڙي هئي جيئن پيٽو انسان وٽ جنهن کي هو ڪچ ۾ ڪٽي وڃي رهيو هجي ۽ پوءِ ڪاسائي وانگر ان کي ذبح ڪري.

عاد جي قوم ۾ تڪبر هوا ڀري هئي جيڪو پوءِ تباهي جو سبب بڻيو. اهي شروع ۾ ان کي ڏسي ڪري خوش ٿيا، پوءِ ان سان تباهہ ٿيا. انسان کي ان تڪبر جي هوا کان بچڻ گهرجي ورنہ هلاڪ ٿي ويندو. حضرت هود انهن کي تڪبر ڇڏڻ لاءِ چوندو هو. هو سمجهائيندو هو تہ هوا بہ الله تعاليٰ جو لشڪر آهي ۽ اِها توهان کي نفاق سان ڪجهہ فائدو پهچائي رهي آهي. جڏهن الله جي ڪاوڙ جو وقت ايندو پوءِ اها توهان کي تباهہ ڪندي. اڳ ۾ اها ئي هوا مدارِ زندگي هئي، هاڻي هلاڪت جو سبب بڻجي وئي. اهو ئي شخص جيڪو توهان جا هٿ چُمندو آهي ڪاوڙ جي وقت ان جا هٿ گُرز بڻجي ويندا آهن. ساهہ سان گڏ هوا کهڙي عمدگي سان نڙيءَ ۾ ايندي ۽ ويندي آهي پر جنهن وقت خدا چاهيندو آهي تہ اها ڏندن ۾ ڦِري ويندي آهي. جڏهن اها ڏند ۾ گهڙي ويندي آهي تہ ان جو هڪ ذرو جبل معلوم ٿيندو آهي ۽ انسان ڏند جي سور کان بي چين ٿي ويندو آهي. هاڻي هو سور ۾ خدا آڏو ٻاڏائيندو آهي ۽ ان هوا کي ڪڍڻ جي درخواست ڪندو آهي. جڏهن اهي سڀ شيون الله جي حڪم جي تابع آهن تہ ان ڏانهن رجوع ڪرڻ گهرجي. اهڙي سور جو فائدو هي آهي تہ اهو خدا جي يادگيري ڏياريندو آهي ۽ سخت دلين کي روئاريندو آهي. مردانِ خدا جي نصيحت کي تو قبول نہ ڪيو هاڻي سُور جي ڪري انهن ڳالهين کي تسليم ڪري وٺ. هوا دلالتِ حال سان چوندي آهي تہ آئون خدا جي قاصد آهيان، ڪڏهن بشارت ڏيان ٿي ڪڏهن ڊيڄاريان ٿي ۽ ڪڏهن چوندي آهي تہ آئون انسان وانگر خدا کان غافل نہ آهيان، آئون حڪم جي پابند آهيان حاڪم نہ آهيان.

جيڪڏهن تون حضرت سليمان عليه السلام وانگر خدا جو فرمان بردار هجين تہ آئون تنهنجي خادم آهيان. هاڻيآئون تنهنجي ملڪيت نہ آهيان، عارضي طور تو وٽ آهيان. آءٌ الله تعاليٰ جي نشاني آهيان پر جيئن تہ تون الله تعاليٰ جو باغي آهين انهيءَ ڪري بہ چار ڏينهن توکي دنياوي نفعو پهچائي رهي آهيان، جنهن کانپوءِ توکي عاد جي قوم وانگر

جهنم ۾ اونڌو ڪيرائينديس. منهنجي بغاوت جو نتيجو هي ٿيندو جو ان وقت تنهنجو ايمان باالغيب مضبوط ٿي ويندو پر ان وقت ايمان نفعو نہ ڏيندو بلڪ باعثِ حسرت ٿيندو. جيئن قرآن پاڪ ۾ آهي تہ فَلَمْ يَكُ يَنْفَعُهُمْ اِيْمَانُهُمْ لَمَّا رَاَوْا بَاْسَنَا ۭ (المؤمن:85) "جڏهن انهن اسان جي سختي ڏٺي تڏهن سندن ايمان انهن جي لاءِ فائدي مند نہ هو." جڏهن عذاب نازل ٿيڻ لڳندو آهي تہ پوءِ توبهہ ۽ ايمان نافع نہ ٿيندو آهي. سوريءَ تي پهچڻ ڪانپوءِ مُجرم جي توبهہ مفيد نہ آهي. ها، جيڪڏهن انسان ان حالت ۾ سڌو ٿي وڃي جڏهن تہ عذاب غائب هجي ۽ اُن ڪي هن ڪونہ ڏٺو هجي تہ پوءِ اهو خود شاهہ آهي، ڪيس ڪوبہ ستائي نہ سگهندو. جڏهن ايمان باالغيب هجي تہ مستقلِ بادشاهي حاصل ٿي ويندي آهي، پوءِ تنهنجي غُلامانہ زندگي نہ هوندي بلڪ تون آزاد هوندين. اهي وات ۽ نڙي جون لذتون اسان جي لاءِ جان جو وبال آهن. عذاب جي وقت انسان حيرت ۽ حسرت مان چوندو تہ مون انهن لذيذ شين بجاءِ مٽي ڦڪي هجي ها تہ بهتر هو. لذيذ شيون حقيقت ۾ مِٽي آهن، انهن تي فقط رنگ چڙهيل آهي.

دنيا جون جيتري قدر مرغوب شيون آهن حقيقت ۾ اهي رنگين نقشا ۽ مِٽي آهن. اڳ ۾ ان مِٽيءَ تي ميون ۽ غذا جو رنگ هو، هاڻي جڏهن اهي بدن جو جز بنيون، تڏهن اُنهن تي گوشت ۽ ڪل جو رنگ اچي ويو. پوءِ اهو گوشت ۽ ڪل انجام ڪار مِٽي بنجي ويندا. جسم جيڪو مٽي ٿي وڃي ٿو انسان چاهي ڪٿي جو رهڻ وارو هجي، قبر ۾ وڃي ڪري سڀ برابر مٽي ٿي وڃن ٿا. سيني جو اهو انجام عبرت جي لاءِ ۽ هي ٻُڌائڻ جي لاءِ آهي تہ اهو رنگ ۽ نقش نگار عارضي آهن، باقي فقط ادب جو رنگ آهي جيڪو اعمالِ صالح سان چڙهندو آهي. چڙو جيڪو جانور جي ڪنڌ ۾ ٻڌو ويندو آهي اهو جانور جو جز نہ آهي. اهو هڪ عارضي شيءِ آهي. نيڪ اعمال جو رنگ دائمي ۽ باقي آهي. اهڙي طرح بد اعمال جو رنگ بہ دائمي آهي. فرعون جو جسم فنا ٿي ويو ان جي سياهہ روئي باقي آهي. جيڪي سچا آهن انهن جا جسم تہ فنا ٿي ويندا پر سندن عمل قيامت تائين قائم رهندا. برائي ڀلائي جسم جي نہ آهي پر عملن جي آهي جيڪا قائم ۽ دائم آهي. جسم جو رنگ ۽ روپ بي معنيٰ آهي. جسم جي لالچ ٻارن وانگر آهي. ٻارن جي لاءِ انٽي جو شينهن ۽ اٺ پڇايا ويندا آهن حالانڪ اها ئي ساڳي ماني آهي. انٽي جو پڪل شينهن ۽ ان جي ٻاري ۾ ٻارن کي سمجهايو تہ اُن ۾ ۽ مانيءَ ۾ ڪو فرق نہ آهي تہ اهي ان کي تسليم ڪونہ ڪندا. اسان بہ ٻارن وانگر جهول ۾ مِٽي پري آهي ۽ اصل واپار ۽ دُڪان ڪان غافل ٿي آهيون. ٻار جي ناداني ۽ جهالت وڏيڪ نقصانڪار نہ آهي ڇاڪاڻ تہ اُن ۾ وڏيڪ طاقت نہ آهي. جيڪڏهن ان جي جهالت جو نتيجو جنگ آهي تہ اها معمولي قسم جي آهي. قابلِ افسوس تہ اهي نابالغ پير آهن جيڪي حقيقت ۾ منديون ماڪوڙيون آهن ۽ امارت جا مُدعي آهن. ٻار وڏهي ٿو پر خدا جو شُڪر آهي جو ڪيس نہ ڪو لڙائي جو فن اچي ٿو نہ وٽس هٿيار آهن. ان نابالغ پوڙهن جي جهالت بہ آفتِ جان آهي.

جڏهن هٿيار ۽ جهالت گڏ جي وڃن تہ پوءِ انسان فرعون بنجي ويندو آهي. مُفلس کي شُڪر ادا ڪرڻ گهرجي جو الله اُن کي گمراهي جي اسباب کان محفوظ رکيو آهي. مفلس ۽ مسڪين عام طور تي مظلوم هوندو آهي ظالم ڪونہ هوندو آهي، خُدائي جي دعويٰ پيٽ ڀريو ڪندو آهي، بُکئي ۾ اها فرعونيت ڪونہ هوندي آهي. جيڪڏهن پيٽ خالي آهي تہ شيطان اُن ۾ قيد ٿي ويندو آهي ڇاڪاڻ تہ بُکئي کي مانيءَ جي فڪر مان فرصت ڪونهي. جيڪو پيٽ لذيذ غذائن سان ڀريل آهي اهو شيطان جي بازار آهي جتي مڪر ۽ فريب جا وڪر وڪامن ٿا ۽ انسان انهن کي خريد ڪندو آهي. شيطان واپارين جي گهما گهميءَ سان انسان جو عقل خراب ڪندو آهي ۽ ماٺهو دوکي فريب ۾ اچي ويندو آهي. اهي شيطان جادوگر پنهنجي جادوگريءَ جي مَٽ کي گهوڙن وانگر ڊوڙائيندا آهن. چنڊ ۽ اونڌهہ جي اڃاڻ ۽ ڪاراڻ ڪپڙو بنائي وڪڻندا آهن، ڏوڙ ۽ لٽ مان ريشمي ڪپڙو بنائي وڪڻندا آهن. الله تعاليٰ جي ذات پاڪ آهي. ڪنهن قبيح ۽ خراب شيءِ کي پيدا ڪرڻ قبيح ۽ خراب نہ آهي. اسين ٻارن وانگر رنگين مٽيءَ تي وڙهون ٿا. ڳاڙهين ٺڪرين سان ڀريل جهول کي ٻار سون جون اشرفيون سمجهي ٿو.

دنيادار، ٻار صفت آهن، ڪين بزرگن سان اختلاف نہ ڪرڻ گهرجي ۽ انهن جي ڳالهہ مڃڻ گهرجي. پوڙهپڻ دنيادارن کي ٻاروتڻ مان نٿو ڪڍي سگهي. جيڪو انگور نہ پچي ۽ ڪچو رهجي وڃي اهو جيڪڏهن سڄو سال ول ۾ پيو هوندو تہ ڪچو ئي چورائيندو. اهڙي طرح جيڪڏهن پيريءَ ۾ بہ عقل نہ اچي تہ ماڻهو ٻار ئي آهي.

اَلْاِيْمَانُ بَيْنَ الْخَوْفِ وَالرَّجَاءِ ايمان خوف ۽ اميد جي وچ ۾ آهي. اِن جي حقيقت تہ هي آهي تہ انسان شريعت ۽ امرن ۽ نهين جي پوري پابندي ڪري، پوءِ بہ پنهنجي عملن کي گهٽ سمجهي ڪري ڏڄي ۽ الله تعاليٰ جي رحمت تي نظر ڪري قبوليت جو اميدوار بنجي. ان جو مثال اهڙو آهي جيئن هڪڙو هاري پنهنجي ٻني خوب کيڙي ۽ ٻج پوکي ۽ الله تعاليٰ جي رحمت جي مينهن جو انتظار ڪري. ٻيو هاري وري عمل ڪو بہ نہ ڪري پر رحمت جي اميد رکي. اهو ائين آهي جيئن ڪو هاري ٻج نہ پوکي ۽ پوک جو اميدوار بنجي. اهو حقيقت ۾ غرور ۽ دوکو آهي يا ڪو شخص الله جي عظمت جي خوف کان، پنهنجي ڪارگذاريءَ کي گهٽ سمجهي عمل کي ڇڏي ڏي ۽ هيئن چوي تہ الله وڏو ڪريم آهي بي عمل تي بہ فضل فرمائيندو آهي! اهو خوف نہ بلڪ بي عملي، مايوسي ۽ بزدلي آهي. بي عمل ماڻهن جو اهڙو خوف محض ٻاراڻي حرڪت آهي. ٻاراڻي خوف ۾ انسان چوندو آهي خبر نہ آهي تہ آئون دربار تائين پهچندس يا خدا مون تي رحم ڪندو يا آئون مردودِ بارگاهہ هوندس. هو عمل ڪان سواءِ انهن خيالن ۾ وقت گذاري ٿو، پوءِ پنهنجو پاڻ کي تسلي ڏئي ٿو ۽ چوي ٿو تہ چاهي ڪهڙو بہ هجان خدا تہ مون تي لطف ۽ ڪرم ڪندو، توڙي جو آئون ڪچو آهيان، خدا مون کي پنهنجي رحمت سان انگور بنائيندو. هونئن تہ مون کي ڪا اميد نہ آهي پر خدا جيئن فرمايو آهي تہ مايوس نہ ٿيو انهيءَ ڪري آئون اميدوار آهيان. اهي چون ٿا تہ الله تعاليٰ هميشہ جشن ملهائيندو آهي ۽ جشن مهل "مايوس نہ ٿيو" جو شاهي اعلان فرمائيندو آهي. اسان جا عمل ان جي قابل نہ آهن جو اُنهن سان اميد وابستہ ڪريون، هٽ پير هٽي رهيا آهيون پر اهو عمل گهٽ آهي. عشق ۽ محبت جو پيالو پي رهيا آهيون پر اهو جام قابلِ اعتبار نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اُتي هر شيءِ روحاني درڪار آهي جنهن ۾ ڪو رِيا ۽ شرڪ جو شائبو نہ هجي. مطلب تہ عمل ضروري آهن انهن جو تاثير رحمت ۽ جذب حق تي موقوف آهي. اعمالن جو خلاصو سلوڪ آهي ۽ رحمت جو نتيجو جذبِ حق آهي.

اعمال جسمي پاڇو آهن، روحاني احڪام سچ آهن. نور پاڇي ڪانسواءِ تڏهن پوندو آهي جڏهن جسم کي فنا جو درجو حاصل ٿي وڃي. آبادي ۾ درن ۽ ديوارن جو پاڇو نور ۾ رڪاوٽ هوندو آهي. جڏهن فنا جو مقام اچي ويندو آهي ۽ بشري اوصاف جون سِرون بلڪل گم ٿي ويندي آهن تہ پوءِ نور جي لاءِ پاڇو رڪاوٽ نہ رهندو آهي. جڏهن تہ سِر اُڪيرڻ سان روشني حاصل ٿئي ٿي تہ پوءِ اها سر ڪيتري بہ قيمتي چونہ هجي اڪيرڻ جي قابل آهي. تجلي جي وقت جبل پنهنجي جسم کي ذرا ذرا ڪري ڇڏيو هو تان تہ اها تجلي ان اندر پهچي سگهي. جڏهن ڪوهِ طور جي ظاهري حصي تي تجلي ٿي تہ اِهو ٽُڪرا ٽُڪرا ٿي ويو تان تہ اهو نور اندر پهچي وڃي. بکئي کي جڏهن ماني هٿ چڙهندي آهي تہ اهو شوق ۽ حرص مان وات ڦاڙيندو آهي، اهو ئي حال طور جبل جو هو. جسم بمنزلہ زمين جي آهي جيڪو پاڇي جو سبب بڻجي ٿو ۽ سج جي نور کان مانع بڻبو آهي ۽ رات ٿي ويندي آهي. جسم ۽ عالم ناسوت نابالغ دنيادارن جو گهوارو آهي ۽ پينگهو بالغن جي لاءِ تنگ جڳهہ آهي. اهڙن نابالغ ٻارن لاءِ ناسوتي نفعا بمنزلہ کير جي آهن. انهن ٻارن جي پينگهن سان گهر ۾ سوڙهہ ٿي رهيا آهي. الله تعاليٰ انهن کي جلد بالغ ڪري اِهْدِ قَوْمِيْ فَاِنَّهُمْ لَايَعْلَمُوْنَ (اي خدا! منهنجي قوم کي هدايت ڏي) ڏانهن اشارو آهي. انهن نابالغن جون رڪاوٽون ختم ٿي وڃن ۽ بالغ ٿيلهجي ڪري پنهنجو ڪم ڪري سگهن.

**وسوسي جي ڪري شهزادي ڪي هاڃو رسڻ**

شهزادي ڪي چين جي بادشاهه جي فيض ۽ برڪت ۾ پنهنجي ڪمال جو شبهو ٿي ويو ۽ هي خيال ڪرڻ لڳو ته هاڻي مون ڪي بادشاهه جي خدمت ۽ تابعداري جي ڪهڙي ضرورت آهي، ان وسوسي ۽ خيال جو نتيجو هي ٿيو جو ڪانئس سڀ برڪتون ڦرجي ويون.

چوں مُسلّم گشت بے بیع و شریٰ
از درونِ شاہ درجانش جریٰ

ترجمو: ”جڏهن ڏيتي ليتي بغير قبوليت ٿي ته بادشاهه جي اندر مان ان جي جان لاءِ روزينو جاري ٿي ويو.“

شهزادو بادشاهه مان استفادو ڪرڻ لڳو ۽ ان جي مجلس ۾ ڪيس روحاني غذا حاصل ٿيڻ لڳي. هو اهڙي طرح بادشاهه کان مستفيد ٿيو جهڙي طرح چنڊ سج مان روشني حاصل ڪندو آهي. ڪيس روح جي هڪ مقرر ڪيل خوراڪ روزانو بادشاهه کان حاصل ٿيندي هئي. اها غذا نصرانين ۽ مُشرڪن جي جسماني غذا نه هئي، پر ملائڪن جي روحاني غذا هئي. پوءِ شهزادي پاڻ ۾ بي نيازي محسوس ڪئي ۽ منجهس بادشاهه جهڙي سرڪشي جي ڪيفيت پيدا ٿي ويئي. بلڪ هن پنهنجي باري ۾ اهو سمجهيو ته آئون بادشاهه ۽ شهزادو آهيان ۽ باڪمال آهيان ۽ پوءِ ٻين جي هٿ ۾ پنهنجي واڳ ڇو ڏيان؟ جڏهن دل خود منور ٿي ويئي آهي ته پوءِ آئون ٻئي جي نور جو جيڪو بمنزله غبار جي آهي چو تابع بڻجان؟ آئون خود صاحبِ ڪمال آهيان ته پوءِ ٻين جا ناز ڇو ڪٽان؟ جڏهن مون ۾ باطني بيماريون نه آهن ته پوءِ علاج لاءِ روحاني رهبر ڏانهن رجوع ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ هاڻي مون ۾ خود باطني ڪمالات آهن ته مون کي پاڻ کي هادي ۽ رهنما بڻجڻ گهرجي.

جڏهن منجهس اها خوبي ۽ انانيت پيدا ٿي تڏهن گهٽي بڪواس ڪرڻ لڳو. حرص ۽ حسد کان نظر بد گهٽو پري تائين ڪم ڪندي آهي. تهذيب اخلاق ڪانپوءِ به فساد حال جو انديشو آهي. بادشاهه شيخ جي دل سمنڊ آهي جيڪا هر مريد جو مرجع آهي ۽ ان کي ڪيئن نه ڄاڻندو، جيڪو وهڪرو نهر ۾ آهي. ان جي خيال سان بادشاهه جي دل ڏکي، ڇاڪاڻ ته بادشاهه جي عطائن جي ناشڪري ڪيائين. جيڪو فيض بادشاهه کان پهچي رهيو هو ان بادشاهه چيو ته اي ڪميڻا! تعجب آهي منهنجي بخشش جي اها سزا هئي ان عمده خزاني مان مون توسان ڇا نه ڪيو؟ تو ڪميڻي عادت جي ڪري مون سان ڇا ڪيو؟ مون تنهنجي بغل ۾ اهڙو چنڊ رکي ڇڏيو جيڪو قيامت تائين غُروب نه ٿيندو. ان پاڪ نور جي بخشش جي بدلي ۾ تو منهنجي اک ۾ ڪنڊو هنيو ۽ مُنهن تي مٽي اُڇلائي. آئون تنهنجي لاءِ آسمان جي چاڙهي بنيس ۽ تون مون سان وڙهڻ ۾ تير ۽ ڪمان بڻجي وئين. ڪيس اِن ڳالهه تي غيرت آئي ته احسان جي باوجود اهو شهزادو سرڪشي ڪري رهيو آهي.

شهزادي جي قلبي ڪيفيت هيءُ هئي جو ان تي عتاب پيو ۽ شهزادي بادشاهه کان ڪناره ڪشي جو ارادو ڪيو. روحاني خوراڪ جيڪا بادشاهه کان ملندي هئي ان جي گهٽ ٿيڻ ڪري پاڻ ۾ سياه ڪاري جو اثر ڏٺائين. لطف ۽ نعمت جي خوراڪ گهٽجي ويئي، ان جي خوشيءَ جو خانو غم سان پرجي ويو. هو شراب جي مستي کان هوش ۾ آيو. ان خطا کان هُن جو مٿو خمارخانو بڻجي ويو. جيڪو شخص طريقت جي رستي ۾ تڪبر ڪري ٿو اهو حقيقت کان خالي ٿي ويندو آهي. اِها اُها تباهي آهي جيڪا دشمن کي به شل نصيب نه ٿئي. شراب جي حرمت هن ڪري ٿي ته ان کي پي ڪري انسان خود بين ٿي ويندو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي: اِنَّمَا يُرِيْدُ الشَّيْطٰنُ اَنْ يُّوْقِعَ بَيْنَكُمُ الْعَدَاوَةَ وَالْبَغْضَآءَ فِي الْخَمْرِ وَالْمَيْسِرِ (المائده:91) عداوت ۽ دشمني جو سبب وڏائي آهي. جيڪو شخص پنهنجي خودي جي هوندي انانيت جو شراب پئي ٿو ۽ ان تي مستي طاري هجي ته اهو خود بين ۽ مردود آهي جيئن شهزادو هو. جيڪو شخص معيتِ حق

سان گڏ انانيت جو شراب پيئي ٿو اهو حلال آهي جيئن اهل الله آهن. معيتِ حق حاصل نہ هجي ۽ پوءِ انانيت ڪري تہ اها اُن جي لاءِ وبال آهي. معيتِ حق سان گڏ شراب پيئڻ وارو هي چوندو آهي تہ آئون جڏهن اک کوليان ٿو تہ ان جون تجليون نظر اچن ٿيون ۽ هي بہ چوندو آهي تہ آئون بلڪل فاني ٿي وڃان ٿو. منهنجي شراب نوشي جو خلاصو هي آهي تہ منهنجي انانيت بلڪل محو ٿي ويندي آهي. بزرگ روميؒ ان مقام کي حاصل ڪرڻ جي ترغيب ڏئي ٿو تہ جيڪڏهن تون اهو مقام چاهين ٿو تہ پنهنجي دل ۽ جان جي قيد مان آزاد ٿي وڃ. پنهنجو سڀ ڪجهہ محبوب جي حوالي ڪر. تڏهن مشاهدو ٿيندئي ۽ جيڪو دل ۾ عشق جو درد پيدا ڪندو آهي اهو خوش هوندو آهي. پنهنجي نفس کان مغلوب نہ ٿي ۽ اُن کي لذتن کان محروم ڪر. خود بيني جي مستي جنهن شيءِ سان بہ پيدا ٿئي چاهي اُها حلال هجي يا حرام، ان کي ترڪ ڪر. هرشيءِ مان مستي پيدا ٿيندي آهي. ڏسو حضرت آدمؑ جي مستي ڪڻڪ مان پيدا ٿي ۽ اُن ناواقف بڻايو ۽ هُو دوکو کائي ويو. ڪڻڪ کائڻ کانپوءِ حضرت آدمؑ جو لباس ان کان جدا ٿي ويو ۽ هو جنت کان محروم ٿي ويو.

هاٿي اُن شهزادي کي محسوس ٿيو تہ خود بينيءَ جي شراب ڪيس مريض بڻائي ڇڏيو آهي. منجهس جيڪا انانيت ۽ جيڪا وڏائي پيدا ٿي هئي ان زهر جو ڪم ڪيو. جيڪا جان ناز جي باغ ۾ مور وانگر هئي اها مجاز جي ويراني ۾ چپ جهڙي ٿي وئي. حضرت آدمؑ بهشت کان پري ٿي ويو ۽ زمين تي اچي هَرُ هلايائين. هو پنهنجي حال تي روئڻ لڳو. پوءِ شينهن کي ڏڳي جي پڇ جو قيدي بڻائي ڇڏيو. اي نفس! تنهنجي ڪلام ۾ بي لحاظي جي هاٿي گرمي نہ هئڻ گهرجي، تو لالچ ۾ ڪڻڪ کي پسند ڪيو. ڪڻڪ جو هر داڻو تڪبر ۽ حرص جي ڪري تنهنجي لاءِ وڇون بڻجي ويو. هو ان ڳالهہ تي روئي رهيو هو تہ مون بادشاهہ جي مخالفت جو ڇو خيال ڪيو. پوءِ هوش ۾ اچي هن توبهہ ڪئي. اهو درد جيڪو ايمان جي وحشت کان هجي اهو درد ناقابلِ علاج آهي. جيئن ڪمال تي خود پسندي ۽ خودبيني تباهي جو سبب آهي اهڙي طرح مال تي بہ خود بيني هلاڪت جو سبب آهي. انسان کي جڏهن مال ۽ دولت جي طاقت حاصل ٿيندي آهي پوءِ اهو ڪجهہ نہ ڏسندو آهي. انسان جي لاءِ ضرورت کان وڌيڪ نقصان ڪار آهي. نفس اڳ ئي تباهہ ڪرڻ وارو آهي، جڏهن ان کي مال ملي وڃي تہ پوءِ تباهي جو ڇا ٿا پُڇو. عام ماڻهن جي لاءِ آزمائش جي حالت بهتر آهي، ان ۾ الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪندا آهن.

## الله تعاليٰ جو عزرائيلؑ کان پڇڻ تہ ساهہ ڪيندي، توکي سڀ کان وڌيڪ رحم ڪنهن تي آيو؟

حق بعزرائیلؑ می گفت اے نقیب
برکہ رحم آمد ترا ازہر کئیب

ترجمو: ”الله تعاليٰ عزرائيلؑ کي فرمايو: اي نقيبِ حق! توکي سيني غم وارن مان ڪنهن تي رحم آيو؟“

عزرائيلؑ جواب ڏنو تہ ساهہ قبض ڪرڻ وقت ڏاڍو ڏک ٿئي ٿو پر توهان جي حُڪم ڪري مجبور آهيان ۽ ڏکندو آهيان، ايستائين ڏک ٿيندو آهي جو ڪنهن وقت دل چوندي آهي تہ ان جي بدلي ۾ منهنجي جان ورتي وڃي. الله تعاليٰ فرمايو سڀ کان وڌيڪ رحم توکي ڪنهن جي ساهہ کڻڻ ۾ ٿيو؟ عرض ڪيائين هڪڙي ڏينهن تيز موج ۾ ٻيڙيءَ تي ماڻهو سوار هئا. مون تنهنجي حڪم سان ٻيڙي ٽُڪرا ٽُڪرا ڪري ڇڏي. پوءِ تو فرمايو تہ سيني جو روح قبض ڪر، ان جماعت مان هڪ عورت ۽ ٻار کي ڇڏي ڏي. اهي ٻئي هڪڙي تختي تي رهجي ويا. سمنڊ جي ڇولين سان ڇُلندا جڏهن اهو ٻار ۽ ان جي ماءُ ڪناري تي پهتا تڏهن آئون خوش ٿيس تہ هاڻي اهي ٻئي بچي ويا پر وري حڪم ٿيو تہ ان ٻار جي ماءُ جو روح قبض ڪر. جڏهن مون ٻار کي ماءُ کان محروم ڪيو، توکي علم آهي تہ مون کي ايئن ڪندي مون تي ڇا گذريو هوندي، منهنجي دل ۾ درد جي انتها نہ هئي ۽ ان جو غم دل مان جُدا نٿي ٿيو. الله

تعاليٰ فرمايو پوءِ مون هِن ڇوليءَ کي حڪم ڏنو تہ اِها ان ٻار کي هڪ اهڙي جهنگ ۾ اڇلائي جيڪو گُلن سان ڀرپور هجي ۽ وڻن تي لذيذ ميوا هجن، ان ۾ مِٺي پاڻيءَ جا چشما هجن. اهڙي طرح مون ان ٻار کي سوين نازن سان پاليو. ان جهنگ ۾ لکين سُريلا پکي پنهنجون پنهنجون ٻوليون ٻولي رهيا هئا. مون نرم پنن سان ان جو بسترو تيار ڪيو. مون سج کي چيو تہ ان کي تڪليف نہ پهچاءِ! هوا کي چيم تہ ان تي آهستي هل، آسمان کي چيم تہ ان تي مينهن نہ وساءِ، وڄ کي چيم تہ ان تي تيزي سان ڪنوڻاٽ نہ ڪر. اي خِزان ان باغ مان اعتدالي ختم نہ ڪر. ڦڳڻ ۽ ماگهہ (سرءُ) جي مهينن کي چيم تہ ان باغ تي هٿ نہ ڦيرجو.

## شيخ شيبان راعي قدس سره العزيز جون ڪرامتون

همچو آں شيباں کہ از گرگِ عنيد
وقتِ جمعہ بر رُعا خط مي کشيد

ترجمو: ”ان شيبان وانگر جيڪو سرڪش بگهڙ جي ڪري جمعي تي ڌڻ کي واڙي ڇڏيندو هو.“

هي بزرگ ٻڪريون چاريندو هو ۽ جمع جي نماز تي جڏهن شهر ويندو هو تہ ليڪو ڪڍي ٻڪرين کي ليڪي اندر ڪري پوءِ هليو ويندو هو. ڪابہ ٻڪري اُن ڪان ٻاهر نہ نڪرندي هئي ۽ ڪو بگهڙ ان ۾ داخل نہ ٿيندو هو. حضرت هود عليہ السلام پنهنجي گهر وارن کي گڏ ڪري هڪڙو ليڪو ڏنو هو. آنڌي وارو طوفان ان ۾ داخل نہ ٿيندو هو. گهر وارن کي چيائين اٺ ڏينهن هن دائري ۾ چُپ رهو. ڪافرن جا هٿ پير ان هوا ۾ ڪنڃي ڪِري رهيا هئا. اها هوا انهن کي فضا ۾ اُڏائي ڪٽي وڃي رهي هئي ۽ پوءِ جبل تي انهن کي اُڇلايائين ٿي، جنهن سان اهي چيرجي چٽجي ٿي ويا. ڪن ماڻهن کي فضا ۾ پاڻ ۾ ٽڪرائي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ٿي ڇڏيائين. انهن کي جيڪا سزا ملي اُن سان آسمان ڏڪڻ لڳو. مثنوي ۾ ان جي تفصيل جي گنجائش نہ آهي.

جيڪڏهن هوا ڪان اهي ڪم اُن جي طبيعت ۽ مزاج جي ڪري خود بہ خود صادر ٿين ٿا تہ هوا کي چئو تہ اها ٿورو حضرت هود عليہ السلام جي دائري جو چڪر تہ لڳائي. جيڪڏهن بگهڙ جو چيرڻ ڦاڙڻ محض ان جو پنهنجو فعل آهي تہ ان کي چئو تہ حضرت شيبان جي حصار ۾ پهچي ڪري ٻڪريءَ کي تہ ماري، جيڪو ناممڪن آهي. اهو فلسفي جيڪو طبعيات جو ماهر آهي ۽ شين ۾ فقط طبعي خاصيتون مڃي ٿو، ان کي چئو تہ عالمِ طبعيات ڪان مٿانهون هڪ ٻيو جهان آهي جيڪو ان ۾ موثر آهي، جيڪو قرآن ٻڌائي رهيو آهي.

قرآن شريف ۾ هي قصو موجود آهي جيڪو حضرت هود عليہ السلام ۽ مومن جو ڇوٽڪارو ٻڌائي رهيو آهي. توکي پنهنجي عاجزي تي حيراني آهي ۽ ان جو سبب نٿو سمجهين. سمجھ تہ اصل عاجزي قيامت جي ڏينهن ظاهري ٿيندي. انسانن جي عاجزي تہ اڳيان اچڻ واري آهي، قيامت جي ڏينهن هر شيءِ جو عجز ظاهر ٿي ويندو ۽ اها قيامت بلڪل ويجهي آهي. عجزِ محمود هي آهي تہ انسان اختيار ۽ ارادي کي شُڪر گذار بنائي ۽ الله تعاليٰ جي رضا جي تابع بنجي وڃي. اهڙا ماڻهو جيڪي ان عاجزي ۽ حيرت کي پنهنجي غذا ٻڌائين ٿا اهي قابلِ مبارڪ باد آهن. اهي آرام سان الله جي پاڇي ۾ سمهن ٿا. هُنن شروع ۾ ئي پنهنجي عاجزي کي محسوس ڪيو ۽ پنهنجي اختيار ۽ ارادي جي اعتبار سان مرده ٿي ويا ۽ پوڙهين عورتن جو دين اختيار ڪيائون جنهن ۾ عام طور تي تابعداري ۽ اعتقاد جو مادو زياده هوندو آهي. حديث شريف ۾ آهي عَلَيكُمْ بَدِيْنِ العَجَائِزِ ”توهان پوڙهين عورتن جو دين اختيار ڪريو.“ ان ۾ فنا ڪانپوءِ بقا حاصل ٿيندي.

**الله تعاليٰ جو نمرود کي ننڍپڻ ۾ ماءُ ۽ دائي کانسواءِ پرورش ڪرڻ جو قصو**

*حاصل آں روضہ چو جانِ عارفاں*

*از سموم صَرصَر آمد در اماں*

ترجمو: ”مطلب ته اهو باغ جيڪو عارفن جي جان وانگر هو، لُٽ ۽ لُک کان محفوظ رهيو...“

جنهن جهنگ ۾ نمرود جي پرورش ٿي رهي هئي، اهو عارفن جي روح وانگر هو. اُن جهنگ ۾ هڪ شينهڻ جا ٻچا به هئا، الله تعاليٰ هن کي حڪم ڏنو ته نمرود کي پنهنجو کير پياريندي رهه. تنهنڪري ان ائين ئي ڪرڻ شروع ڪيو. نمرود جوان ٿي ويو. جڏهن شينهڻ نمرود جو کير ڇڏايو تڏهن تربيت ۽ تعليم جي لاءِ جن کي مقرر فرمايو ويو. مطلب ته الله تعاليٰ ان جي اهڙي طرح پرورش ڪئي جيڪا بيان کان ٻاهر آهي. منهنجا عجيب تصرفات هي آهن جو مون ايوبؑ ۾ انهن ڪيڙن جي لاءِ، جيڪي ان جي بدن مان غذا حاصل ڪندا هئا اهڙي محبت پيدا ڪئي جيئن پيءُ جي محبت اولاد سان هوندي آهي. جيڪڏهن ڪو ڪيڙو اُن جي بدن مان ڪرندو هو ته ايوبؑ ان کي کڻي وري پنهنجي بدن تي ويهاريندو هو. ڪيڙا به ان سان اهڙا مانوس هئا جيئن ٻار پيءُ سان مانوس هوندو آهي. ماءُ جي دل ۾ اولاد جي محبت جي عجيب شمع روشن آهي. ان ٻار کي مون بنا واسطي جي غذائون پيش ڪيون جن ۾ اسباب کي دخل نه هو. اسان اسباب کانسواءِ نمرود جي اِن لاءِ پرورش ڪئي تان ته اهو اسباب اختيار ڪرڻ سان پريشان نه ٿئي، ڇاڪاڻ ته سبب ڪڏهن پنهنجي مسبب جو ذريعو نه ٿو بڻجي ۽ اهو سبب کي ڇڏي براه راست اسان کان مدد حاصل ڪري. اهو هي عذر ڪري سگهيو ٿي ته اسباب ڏانهن توجه سان آئون توهان کان غافل ٿي ويس. ان عذر کي به ختم ڪرڻو هو ۽ هي به نه چئي سگهي ته فلاڻي يار مون کي گمراهه ڪيو پر ان انهن سڀن ڳالهين جو شڪريو هن طرح ادا ڪيو جو اهو نمرود بنيو ۽ حضرت ابراهيمؑ کي ان باهه ۾ وڌو. ان نمرود جي اها ئي حالت هئي جيڪا ان شهزادي جي هئي جنهن بادشاهه جي شڪر جي بجاءِ ڪفر ڪيو ۽ تڪبر ڪرڻ لڳو. ان شهزادي جي ڪفر جو نتيجو هي نڪتو جو اهو بادشاهه جي عنايتن کان محروم ٿي ويو. نمرود به اهڙي طرح سڀني مهربانين کي پيرن سان لتاڙيو. هاڻي ڏس ان جي هيءَ حالت آهي جو ڪافر آهي، ماڻهن کي دين کان روڪي ٿو ۽ خدائي جي دعويٰ ڪري ٿو. ٽي ڳجهون کڻي آسمان ڏانهن روانو ٿيو تان ته مون سان جنگ ڪري، جيئن ته ڪنهن نجوميءَ کيس چيو هو ته هڪ ٻار پيدا ٿيندو جيڪو تنهنجي سلطنت کي درهم برهم ڪندو، پوءِ هُن لکين ٻار قتل ڪرايا تان ته اهو ابراهيمؑ کي به قتل ڪري. نمرود اهي ٻار ماريا جيڪي معصوم هئا جن کان ڪو گناهه سرزد نه ٿيو هو. ڪنهن نجوميءَ کيس ٻڌايو ته هڪ ٻار پيدا ٿيندو جيڪو توسان جنگ ڪندو. جيئن ته هُن ڪيترن ئي ٻارن کي بنا ڏوهه جي قتل ڪرايو هو، جن سڀني جو خون ان جي ڪنڌ تي آهي. اهي سڀئي نعمتون ۽ حڪومت کيس براهِ راست اسان کان ملي هئي پيءُ کان ورثي ۾ ڪونه ملي هئي. ماءُ پيءُ جي ذريعي جن ماڻهن کي نعمتون، مال ۽ دولت ملندو آهي ته اهي سمجهندا آهن ته هي شيون اسانکي ماءُ پيءُ ڏنيون آهن پر نمرود کي ته اهي شيون براهِ راست اسان کان مليون هيون. ماءُ پيءُ بيشڪ ظاهري گمراهي جو سبب بنجن ٿا پر حقيقت ۾ گمراهي جو سبب انسان جو نفس آهي. اهو نفس آهي جيڪو انسان کي پنهنجون بُرايون ڏسڻ نه ٿو ڏي، جهڙي طرح گنجي جي ٽوپي ان جي گنج لِڪائيندي آهي. انهيءَ ڪري ان ڪُتي نفس جي ڪنڌ ۾ مُجاهدن جي وڏي وجهڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪُتي کي سيڪارجي به ته وري به اهو ڪتو ئي آهي. تون پنهنجي نفس کي ذليل رک پر هي به سمجهه ته خالي مجاهدا ڪافي نه آهن، ڪامل شيخ جي صحبت واري فرض جي بجا آوري ضروري آهي. تون ان جو طواف ڪندو رهه، تان ته تون ان کان فيض حاصل ڪندو رهين. جيئن سُهيل تارو آهي. ان جي شعائن سان رڱيل چمڙي ۾ لطافت ايندي آهي. سُهيل جي شعائن سان چمڙي کي عمدو بنائي ان مان

طائف ۾ بهترين موزا ٺاهيندا. تون بہ شيخ جي صحبت سان دوست جو پيرن جو موزو بڻجي ويندين. قرآن ۾ نفس جي خباثتن ۽ ان جي ڪري انجام بد جا تفصيل موجود آهن. عاد جي قوم جي نفس انهن کي انبيائن سان جنگ تي آمادہ ڪيو، هر زماني ۾ نفس جي خباثت ئي دنيا ۾ باھ لڳائي ٿي.

### اُن شهزادي جي قصي ڏانهن واپسي جيڪو سرڪشيءَ جي ڪري نقصان ۾ پيو

قصہ کوتہ کُن کہ رائی نفس کور
بُرد اورا بعد سالے سوی گور

ترجمو: ”قصو ڪوتاھ، انڌي نفس جي راءِ کيس هڪ سال ڪانپوءِ قبر ۾ وڃي وڌو.“

جڏهن بادشاھ محويت کان هستيءَ ۾ آيو تڏهن کيس محسوس ٿيو تہ شهزادو سندس ڪاوڙ جي ڪري مري ويو. نبي ۽ ولي جي ڪاوڙ الله تعاليٰ جي ڪاوڙ جو سبب بڻجي ويندي آهي ۽ الله تعاليٰ پنهنجي انبيائن ۽ اوليائن جو بدلو وٺندو آهي. اهو بدلو الله جو فعل آهي. ها، جيڪڏهن نبي ۽ ولي پنهنجي همت سان ڪنهن کي هلاڪ ڪري تہ اُن ڏانهن اهو فعل منسوب ٿيندو. هتي اُن بادشاھ جي ڪاوڙ الله جي ڪاوڙ جو سبب بڻي ۽ اهو شهزادو الله جي فعل سان هلاڪ ٿيو. هاڻي جڏهن هستيءَ ۾ اچڻ ڪانپوءِ بادشاھ جي ڪاوڙ جهڪي ٿي، تڏهن خدا ڏانهن رجوع ڪيائين ۽ ڪاوڙ لهڻ جو سبب دريافت ڪيائين. تڏهن الله تعاليٰ آگاھ ڪيو تہ اُن شهزادي کان جيئن تہ بدلو ورتو ويو آهي، انهيءَ ڪري ڪاوڙ ٿڌي ٿي ويئي. الله تعاليٰ فرمايو تہ اُن کي اسان تنهنجي ڪاوڙ جي ڪري فنا ڪري ڇڏيو. بادشاھ اُن کي معاف ڪيو پر تقدير الاهي جو تير اُن جي مقتل کي لڳي چڪو هو (مقتل اهو عضوو آهي جنهن تي ڌڪ لڳڻ سان موت واقع ٿي ويندو آهي) شهزادو مري ويو ۽ بادشاھ روئڻ شروع ڪيو. ڇاڪاڻ تہ جيتوڻيڪ هو اُن جي موت جو سبب بڻيو پر اُن جو ولي ۽ سرپرست بہ تہ اهو ئي هو، اهو صاحب تصرف بہ هو ۽ ولي ۽ مربي بہ هو، ڪمال تڏهن آهي جڏهن اهي ٻئي صفتون هُجن. جيئن تہ بادشاھ جامع هو ڇاڪاڻ تہ اُن ۾ ٻئي صفتون هُيون. جيڪڏهن فقط تصرف جي طاقت هجي ۽ اُن ۾ ولايت نہ هجي تہ ڪمال نہ آهي. اهو شهزادو ان تي خدا جو شُڪر ڪري رهيو هو تہ اُن غلطيءَ جي سزا فقط جسم يوڳي، روح ۽ ايمان محفوظ رهيا. جسم تہ لامحالہ فاني آهي. جيڪڏهن روح مري وڃي ها تہ تباهي هئي. ڪاوڙ جسم تي ٿي تہ روح وڃي روح اعظم سان مليو. اُن شهزادي جيتوڻيڪ بادشاھ کي سُلوڪ جو ذريعو بنايو هو پر نظرِ بد اُن جو رستو بند ڪري ڇڏيو. ٽيون متحمل ياءُ جنهن وڏي ياءُ وانگر نہ وصل ۾ جلدبازي ڪئي ۽ نہ وچڻ ياءُ وانگر ڪمال جي دعويٰ ۾ جلدي ڪئي، تنهن بادشاھ جي ڇوڪري ۽ حڪومت حاصل ڪئي. اهڙي طرح جو تحمل نادر آهي جيڪو باعثِ تعجب آهي. آئون انهي قصي جي ڊيگھ کان پريشان آهيان، ڇاڪاڻ تہ قصي جي هر جُز مان اسرارن ڏانهن منتقل ٿي وڃان ٿو ۽ معنيٰ ۾ غرق ٿي وڃان ٿو. تون چاهين ٿو تہ آئون جلد قصي جي صورت بيان ڪريان. اُن ننڍي شهزادي تحمل سان بادشاھ جي ڌيءَ، سلطنت ۽ خلافت حاصل ڪري ورتي ۽ ذلت ۽ نيازمندي سان قرب ۽ قبوليت جي دولت الله ڪارساز کان حاصل ڪئي. اهو مرتبو فقط عطاءِ خداوندي آهي.

### ٽن ڪاهلن جو قصو

آں یکے شخصے بوقتِ مرگ خویش
گفتہ بُد اندر وصیت بیش بیش

ترجمو: ”هڪڙي شخص موت جي وقت پنهنجي وصيت ۾ بار بار چيو هو...“

منهنجو وارث اهو آهي جيڪو سڀ کان وڌيڪ ڪاهل هجي. اُن جا ٽيئي پُٽ سرو قد هئا، اُن شخص وصيت ۾

چيو ته منهنجو ورثو اُن کي ملندو جيڪو سڀ کان وڌيڪ ڪاهل هوندو. قاضيءَ کي ايئن چئي اهو شخص مري ويو. ٽيئي ڇوڪرن قاضيءَ کي چيو ته اسين پيءُ جي وصيت تي عمل ڪنداسون، جيئن حضرت اسماعيل عليه السلام ذبح جي معاملي ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي اطاعت ڪئي هئي. قاضيءَ سڀ کان ڪاهل جو اندازو لڳائڻ جي لاءِ انهن کي چيو ته پنهنجي سمجهه سان هر هڪ پنهنجي ڪاهل هجڻ جو ڪو قصو ٻڌائي، تان ته آئون هر هڪ جي ڪاهلي سمجهي وٺان. اهل الله پنهنجي توڪل سان روزي حاصل ڪن ٿا، اهي اُن معاملي ۾ سڀني کان وڌيڪ سُست آهن ڇاڪاڻ ته اهي زمين کيڙين نٿا. عارف دين جي ڪمن ۾ توڪل کان ڪم وٺن ٿا. عوام جي نگاهه ۾ جيئن ته الله تعاليٰ جا تصرفات نه آهن اهي صبح شام محنت ڪن ٿا. عارف فقط دنيا جي ڪم ۾ سست آهن. آخرت جي ڪمن ۾ تيز روي ۾ چند ڪان وڌيل آهن. اها حالت اُن شخص جي هوندي آهي جيڪو اهو سمجهي ٿو ته دنيا وڃي رهي آهي ۽ آخرت اچي رهي آهي. تنهي پٽن مان سڀ کان وڏي کي قاضيءَ چيو ته سڀ کان وڌيڪ ڪاهليءَ جو قصو ٻڌاءِ، ٻئي کي به چيائين ته تون پنهنجي سڀ کان وڌيڪ ڪاهلي جو قصو ٻڌاءِ تان ته آئون اندازو لڳايان ته توهان ڪهڙي درجي جا ڪاهل آهيو.

هاڻي بزرگ رومي رحمة الله عليه چوي ٿو ته ڳالهائڻ سان انسان جا عيب ۽ هنر ظاهر ٿي ويندا آهن. مولانا رومي رحمة الله عليه ان مضمون تي ڪتاب ختم ڪري ڇڏيو آهي ۽ ٽئين ڇوڪري جو قصو پورو بيان ڪونه فرمايو آهي. زبان هلندي ته دل جا راز ظاهر ٿيندا. زبان جي پردي ۾ لکين راز لِڪل آهن، ان تي تعجب نه ڪر. ننڍي شيءِ وڏين شين کي ڍڪي ڇڏيند ياهي. اک تي آڱر رکي وجي ته جيڪڏهن سوين سج هُجن ته به نظر نه ايندا. زبان سان راز پڌرو ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن انسان ڪوڙ به ڳالهائيندو ته اهو سُڃاتو ويندو ۽ حقيقت واضح ٿي ويندي. انسان باغ جي هوا ۽ بنيءَ جي هوا کي سڃاڻي وٺي ٿو، اهڙي طرح سچ ۽ ڪوڙ ۾ فرق واضح ٿي ويندو آهي. سچ ۽ ڪوڙ ۾ اهڙو ئي امتياز آهي جيئن مُشڪ ۽ ٿوم ۾ آهي. اخلاص ۽ نفاق جي بوءِ ۾ اهڙو ئي فرق آهي جهڙو عود (اگر) ۽ ٻِم جي بوءِ ۾ آهي. جيڪڏهن تون دوست ۽ هرجائي جي خوشبوءِ ۾ فرق نٿو ڪري سگهين ته تنهنجي اِها حس جنهن ۾ سُنگهڻ جي طاقت آهي خراب آهي، اُن جي شڪايت ڪر. جيڪڏهن تون معشوق ۽ پوڙهيءَ ۾ فرق نٿو ڪري سگهين ته پنهنجي اک جي شڪايت ڪر. جيڪڏهن تون ڪنڊ ۽ ايريءَ ۾ فرق نٿو ڪري سگهين ته پنهنجو قُوتِ ذائقه جي شڪايت ڪر. جيڪڏهن تون ڪانگ ۽ بلبل جي آواز ۾ فرق نٿو ڪري سگهين ته پنهنجي قوتِ سامعه جي شڪايت ڪر. جيڪڏهن سَمور ۽ خار پشت تنهنجي لاءِ هڪ آهي ته تنهنجي ڇُهڻ جي حس توکي پٺِ ڏيکاري آهي (سمور لومڙيءَ جهڙو برفاني جانور آهي جنهن جي کل ڳاڙهي ڪاراڻ ڏانهن مائل هوندي آهي، اُن جا وار تمام نرم هوندا آهن جنهن مان پوستين ٺاهيندا آهن. خار پُشت جي پُٺن تي وڏا ڪنڊا هوندا آهن، شايد ٽر ڇاهو) لومڙي ۽ شينهن جي هُنر وانگر بُزدلن ۽ دلير بهادرن جو آواز واضح آهي. پنهنجي حواسن جو علاج ڪر، پوءِ طلب جي واٽ وٺي اڳتي وڌ! زبان بلڪل ديڳ جي ڍڪڻ وانگر آهي. جڏهن ديڳ اُپامندي آهي تڏهن تون ڄاڻيو وٺين ته ڪهڙو ٻوڙ آهي. هوش وارو اُن جي ٻاڦ مان سمجهي ويندو آهي. مِٺي ديڳ کي ڪٽي رٻ کان جدا ڪري ويندو آهي.

اهڙي طرح انسان جڏهن نئين هنڌي ونندو آهي ته اُن کي وڃائي سڃاڻندو آهي ته ٺُڳ آهي يا سلامت آهي. حقيقت کي سڃاڻڻ ۾ انسان جا مرتبا مختلف آهن. هڪڙي شخص هڪ همدرد انسان کان پُڇيو ته تون ٻئي کي ڪيتري مدت ۾ سُڃاڻي وٺين ٿو؟ هُن چيو ته جيڪڏهن ڳالهائي ته فوراً سڃاڻي وٺان ٿو ۽ جيڪڏهن نه ڳالهائي ته ڇال چلت مان ٽن ڏينهن ۾ سڃاڻي وٺان ٿو ۽ ٻئي چيو ته جيڪڏهن ڳالهايائين ته سڃاڻي وٺندس ۽ جيڪڏهن نه ڳالهايائين ته ڪنهن تدبير سان اُن کي ڳالهائڻ تي مجبور ڪندس. اُن چيو ته جيڪڏهن اهو تنهنجي تدبير کي اڳ ۾ ئي سمجهندو هجي ۽ نه ڳالهائي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟ اُن چيو ته وچ تون وڃي اُن کي چئو ته نه ڳالهائي ۽ زمين ۾ غرق ٿي وڃي. جيڪڏهن ڪيس نه سڃاڻندس ته منهنجو ڇا بگڙندو. جيڪڏهن مون کي هڪ انسان جو حال معلوم نه ٿيو ته منهنجي دين ۾ ڪهڙو نقصان ايندو، انهيءَ ڪري تنهنجو اهو سوال ئي لغو ۽ بيڪار آهي.

مثال

آں چناں کہ گفت مادر بچہ را
گر خیالے آیدت دَر شب فرا

ترجمو: ”جيئن هڪڙي ماءُ ٻار کي چيو تہ جيڪڏهن رات ۾ ڪو خيال تنهنجي ويجهو اچي...“

يا قبرستان وغيره ۾ سمجهين تہ ڪا خوفناڪ شيءِ تاڙ ۾ ويٺي آهي تہ تون دل مضبوط ڪري اُن تي حملو ڪر تہ اها شيءِ فوراً ڀڄي ويندي.

ٻار چيو تہ جيڪڏهن ان جي ماءُ بہ ڪيس اها ڳالهہ سمجهائي هوندي تہ هو اچي منهنجي ڳلي ۾ چنبڙندو، جهڙي طرح تون مونکي سمجهائي رهي آهين ايئن ان خيال جي بہ ڪا ماءُ هوندي جنهن ان کي اهڙي طرح سمجهايو هوندو. جيڪڏهن شيطان جي باري ۾ ڪو اهڙو ئي سوال ڪري ويهي رهي جيئن ان ٻار ماءُ کان سوال ڪيو هو تہ پوءِ؟ شيطان جي باري ۾ قرآن چيو آهي تہ اِنَّهٗ لَيْسَ لَهٗ سُلْطٰنٌ عَلَى الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَلٰى رَبِّهِمْ يَتَوَكَّلُوْنَ (النحل:99) شيطان جو ڪنٽرول انهن ماڻهن تي نہ آهي جيڪي ايمان آڻين ٿا ۽ پنهنجي رب تي ڀروسو ڪن ٿا يعني ايمان ۽ توڪل اختيار ڪريو تہ شيطان توهان تي غالب نہ ٿيندو. جيڪڏهن ڪنهن هي سوال ڪيو تہ جيڪڏهن شيطان کي بہ اهڙي ئي تعليم ڏني وئي هجي تہ اُن جو ڪهڙو علاج آهي؟ بُزرگ رومي ان جو جواب هيئن ڏئي ٿو تہ ڀوائتي خيال جي باري ۾ ماءُ ۽ ٻار جيڪو احتمال ڪڍيو هو شيطان جي معاملي ۾ اهو احتمال نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ هتي تہ سمجهائڻ واري هڪ ئي ذات آهي.

وري سوال ڪرڻ واري جي حڪايت ڏانهن رجوع ڪيو اٿس. سوال ڪرڻ واري چيو تہ جيڪڏهن اها تدبير بہ ڪم نہ اچي تہ پوءِ هُن جو راز معلوم ڪرڻ جي ڪهڙي صورت آهي؟ اُن جواب ڏنو تہ آئون صبر سان اُن جي اڳيان ويٺو رهندس ۽ صبر کي مقصود جو ذريعو بنائيندس. صبر ڪانپوءِ ظفر ۽ ڪاميابي آهي. هر تلخي ۽ ڪڙاڻ ڪانپوءِ شڪر آهي يعني مراقب ۽ نگران ٿي ويهندس. هاڻي جيڪي خيال منهنجي دل تي عڪس ٿيندا جيڪڏهن اِهي دنيوي خيالات نہ آهن تہ آئون سمجهندس تہ اُن منهنجي دل ۾ موڪليا آهن يعني ان جا قلبي خيالات آهن، جڏهن ان جي ضمير جو منهنجي دل تي عڪس پوي ٿو تہ آئون ان جي بزرگي جو قائل ٿي وڃان ٿو ۽ ان جو شُڪر گذار ٿيان ٿو. آئون دل ۾ سمجهان ٿو تہ اهي منهنجا قلبي خيالات ان مبارڪ شخص جي دل مان آيا آهن ڇاڪاڻ تہ دل مان دل ڏانهن رستو هوندو آهي. هاڻي القاءِ مضامين جو سچ منهنجي دل جي ڳڙکيءَ مان اُلهي ويو آهي ۽ هاڻي آئون بہ ڪتاب پورو ٿو ڪريان ۽ الله پنهنجي حڪمتن کي خوب ڄاڻي ٿو.

سندن صاحبزادي عارف ڪامل، محقق مولانا بهاءُ المِلت والدين قدس سره پاران مثنويءَ جي پڇاڙي ٽئين شهزادي جو قصو ناقص ڇڏي مولانا روميؒ مثنوي ختم ڪري ڇڏي. مولانا جي پُٽ ان کي مڪمل ڪري ان طريقي ڪار جي وضاحت هن طرح ڪئي آهي:

مُدّتے زیں مثنوی چوں والدم
شد خمش گفتم وُرا کاے زندہ دم

ترجمو: ”سندم والد جڏهن هڪ مدت تائين هِن مثنوي کان خاموش رهيو تہ مون کيس چيو: اي زنده دم!

توهان ڪهڙي سبب جي ڪري وڏيڪ ڳالهہ نٿا ڪريو. علم لُدني جو دروازو توهان ڇو بند ڪيو آهي. ٽيئي شهزادا چين جي بادشاهہ جي خدمت ۾ پُهتا هئا. ٽنهي مان ننڍي شهزادي جو موتي بند رهجي ويو، هُن (مولانا)چيو تہ منهنجي گويائي اُٺ وانگر سمهي رهي. ان جي قيامت تائين ڪنهن سان ڳالهہ ٻولهہ نہ آهي، ان جي شرح باقي آهي پر اها بند ٿي وئي هاڻي اها ٻاهر نٿي اچي. قوتِ گويائي اُٺ وانگر سمهي رهي ۽ چوي ٿي تہ مون گفتگو جو وات بند

ڪري ڇڏيو آهي. سفر ۽ نهر ٽپڻ جو وقت اچي ويو آهي. ان ذات ڪان سواءِ هر شيءِ فنا ٿيڻ واري آهي، هاٿي ڪو صاحبِ باطن ٿي هوندو جنهن جي دل ۾ منهنجي چوڻ ڪان سواءِ اهو قصو اچي ويندو ۽ اهو ان جي تڪميل ڪندو.

هاٿي منهنجي موت جي بشارت اچي وئي آهي. هاٿي آئون عالمِ ارواح ۾ هليو ويندس. ان سمنڊ جي مقابلي ۾ منهنجو ساهه معمولي ماڪ ڦڙو آهي. هن ناسوت جي جهان ۾ عالم ارواح جو معمولي اثر آهي. جيئن ته هي روح عالمِ ناسوت جي مٽي ۾ سمعولي ماڪ ۾ زنده آهي. تون عالمِ ارواح ۾ ان جو خود اندازو لڳاءِ ته اها زندگي ڪهڙي هوندي. هيءُ عالم ناسوت عالم ارواح ۽ مَلڪوت جي شهر لاءِ بمنزلہ دروازي جي آهي ۽ هن جو ان جي مقابلي ۾ ڦڙي ۽ دريا جو مثال آهي. اها ماڪ جان آهي ۽ سمنڊ جانان آهي. جان جي بقا جانان جي اتصال ۾ آهي. هتي جيڪي ڪجھ آهي اهو روحِ اعظم جو اثر آهي، تون ان روحِ اعظم سان اتصال پيدا ڪرڻ جي عزت حاصل ڪر. اهو رستو توکي اتي پهچائيندو جتي روحِ اعظم آهي. عالمِ ناسوت ۾ ان جي جستجو بيڪار آهي. انسان جو خاڪي جسم ان کي قبرستان ڏانهن وٺي وڃي ٿو، روح ان کي محبوب ڏانهن ۽ روح کي الله جي ذڪر مصروف رک. جڏهن تنهنجو روح ذاڪر ٿي ويندو ته توکي عبدي زندگي حاصل ٿي ويندي. عمر کي جسم جي پرورش ۾ ختم نہ ڪر ورنہ تباهه ٿي ويندين. عمر جهڙي قيمتي شيءَ کي جسم جي پرورش ۾ ضايع نہ ڪر، زندگي جو اهو حصو جيڪو دنياوي ڌنڌن ۾ خرچ ٿيو اهو ضايع ٿيو.

دنيا جي محدود زندگي کي جيڪڏهن الله تعاليٰ جي لاءِ خرچ ڪيو وڃي ته ابدي زندگي حاصل ٿي وڃي ٿي. هڪ نيڪي جو ستر دفعا وڌيڪ ثواب ملي ٿو ۽ جنهن کي خدا چاهيندو آهي اجان بہ وڌيڪ ڏيندو آهي. ڳاٽيٽو ته دنياوي فاني شين جو آهي آخرت جي نعمتن جو ڳاٽيٽو نہ آهي. روحِ اعظم سان اتصال پيدا ڪر جنهن جو طريقو ترڪ خودي ۽ فنا آهي. بزرگ جسم جي تشبيهه مَٽ سان ۽ روح جي تشبيهه پاڻي سان ڏيئي ٿو. هاٿي فرمائي ٿو ته جسم کي پاڻي جي گجيءَ سان تشبيهه ڏيو. هنڌي جي گرمي اُيام ۽ خوشبوءَ ٻُڌائيندي آهي ته ڇُلھ ۾ ڇا پچي رهيو آهي، اهڙي طرح انسان جي جسم جو قول ۽ فعل روح جي حالت ٻڌائيندو آهي. انسان جو قول ۽ فعل روح جي مرتبي، ڪفر ۽ ايمان ۽ ولايت کي ظاهر ڪندو آهي. روح جي پاڻي جو تعلق روح اعظم جي درياءَ سان پيدا ڪر، ورنہ ڪڏ جو بيٺل پاڻي بدبوءَ دار ٿي ويندو آهي. حديث شريف ۾ آهي ته مَنِ اسْتَوىٰ يَوْمَاهُ فَهُوَ مَغْبُوْنٌ جنهن جا بہ ڏينهن هڪ جهڙا هجن اهو نقصان ۾ آهي يعني ان نفعي ڪان محروم آهي جيڪو اُن کي هئي ڏينهن ڪمائڻ گهرجي ها. جنهن کي يقين جو مرتبو حاصل نہ آهي اهو تنزّل اختيار ڪندو رهندو آهي ۽ درياءَ سان تعلق نہ هجڻ جي ڪري ان جي روح جو پاڻي خراب ٿي ويندو آهي. جنهن کي ايمان جو مرتبو حاصل نہ آهي اهو مردود بارگاهه آهي ۽ جهنم ڏانهن وڃي رهيو آهي. ان حالت ڪان اڳ ۾ تون الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪر. حضرت ابراهيم عليه السلام سِتارن جي الوهيت جو انڪار فرمايو هو. چنڊ سج سڀ مخلوق، آهن انهن ڪان اڳتي لنگهي بارگاهه ۾ پهچي وڃ. فنا حاصل ڪر تڏهن وصل ٿيندو ورنہ شيطان وانگر جدا رهندين. هاٿي ان خاتمي کي ختم ڪر ۽ چُپ ٿي وڃ. مون وٽ جيڪي مضمون هئا پنهنجي پير پائين کي پهچايا آهن. هي ڪلام آسمان جي چاڙهي آهي جيڪو ان جي ذريعي مٽي ويندو ڇت تي پهچي ويندو. آسمان کي ڇت نہ آهي جيڪا سبز هجي پر اُن ڇت تي جيڪا آسمان ڪان مٿاهين آهي ان جي لاءِ سامان ۽ خوراڪ آسمان مان اچي ٿو ۽ هي اُن جي خواهش ۽ عشق ۾ سرگردان رهي ٿو.

تمت بالخر




## ڪيميائي سعادت

**حجة الاسلام امام غزالي/ مراز قليچ بيگ**

اسلامي لٽريچر ۾ اڻ وسرندڙ ڪتاب جيڪو اسرار تصوف، تهذيب، اخلاق، تزڪيہ نفس، ارڪان اسلام ۽ شريعت جي اسرارن جي ڇنڊڇاڻ ڪري ٿو ۽ دنيا ۽ آخرت جي ڪاميابي واسطي حق جي ڳولائن لاءِ واقعي نسخہ ڪيميا جي حيثيت رکي ٿو.




## تصوف جي تاريخ

**پروفيسر يوسف سليم چشتي/ عبدالجبار "عبد"**

تصوف ڇا آهي؟ تصوف جو انساني زندگيءَ تي اثر، تصوف جا مڪتب ۽ دنيا جي وڏن صوفين جي تفصيل ۽ تاريخ تي شاهڪار ڪتاب جو ترجمو.




## تصوف جو ٽيڪسٽ بوڪ

**محمد فتح الله گيولن / مظفر بخاري**

تصوف جي بنيادي تصورن جو تعارف. ان جون گهرجون ڇا آهن؟ ۽ هو نتيجا ڪهڙا ڏئي ٿو؟ دنيا جي مشهور صوفين ۽ صوفي نظرين جي روشنيءَ ۾ ترڪي جي مشهور عالم جو تحقيقي نچوڙ.




## غير سامي مذهبن جا باني

**الطاف جاويد / جاويد ميمڻ**

اوڀارين وڏن مذهبن جي باني رهنمائن جون حياتيون، افڪار ۽ انساني سڌاري لاءِ سنڌن ورتل ڪوششون